# اِنسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا

جلد ٻيو

(پ - ث)




چيف ايڊيٽر ۽ نگران اعليٰ

پروفيسر ڊاڪٽر فهميده حسين



سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، سنڌ

# اِنسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا

## جلد پيو

(پ - ٿ)

چيف ايڊيٽر ۽ نگرانِ اعليٰ

**پروفيسر ڊاڪٽر فهميده حسين**



سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، سنڌ

2010ع

سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي اشاعتي سلسلي جو ڪتاب نمبر 140




| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا (جلد ٻيو) |
| ڇاپو پهريون: | مئي 2010ع |
| ڇپيندڙ: | انٽيل ڪميونيڪيشنز، 9- ربي چيمبرز، حيدر چوڪ، حيدرآباد، سنڌ |
| ڇپائيندڙ: | سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، سنڌ |
| تعداد: | 2000 |
| ملهه: | 1000/- روپيا |

انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جو جلد ٻيو، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي سيڪريٽري،
تاج جويي، اداري جي آفيس، حيدرآباد، سنڌ مان ڇپائي پڌرو ڪيو.

**Catalogue Reference**

Encyclopedia Sindhiana: Vol:2
Sindhi Language Authority,
Hyderabad, Sindh, Pakistan

**ISBN: 978-969-9098-41-3**

Encyclopedia Sindhiana: Volume: 2





| | |
|---|---|
| First Edition: | May, 2010 |
| Quantity: | 2000 |
| Price: | Rs. 1000/- |
| Printed by: | Intel Communications, 9- Rabi Chambers, Hyder Chowk, Hyderabad, Sindh |
| Published by: | Taj Joyo, Secretary, Sindhi Language Authority, |
| | National Highway, Hyderabad, Sindh, Pakistan. |
| | Phone: 92-22-9240050/53 Fax: 92-22-9240051 |
| Website: | www.sindhila.org E-mail: sindhianacell@gmail.com, sindhila@yahoo.com |

سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي اشاعتي سلسلي جو ڪتاب نمبر 140



| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا (جلد ٻيو) |
| ڇاپو پهريون: | مئي 2010ع |
| ڇپيندڙ: | انٽيل ڪميونيڪيشنز 9- ربي چيمبرز، حيدر چوڪ، حيدرآباد، سنڌ |
| ڇپائيندڙ: | سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، سنڌ |
| تعداد: | 2000 |
| ملهه: | 1000/- روپيا |

انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جو جلد ٻيو، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي سيڪريٽري،
تاج جويو، اداري جي آفيس، حيدرآباد، سنڌ مان ڇپائي پڌرو ڪيو

**Catalogue Reference**
Encyclopedia Sindhiana: Vol:2
Sindhi Language Authority,
Hyderabad, Sindh, Pakistan

ISBN: 978-969-9098-41-3

Encyclopedia Sindhiana: Volume: 2



| | |
|---|---|
| First Edition: | May, 2010 |
| Quantity: | 2000 |
| Price: | Rs. 1000/ |
| Printed by: | Intel Communications, 9- Rabi Chambers, Hyder Chowk, Hyderabad, Sindh |
| Published by: | Taj Joyo, Secretary, Sindhi Language Authority, |
| | National Highway, Hyderabad, Sindh, Pakistan. |
| | Phone: 92-22-9240050/53 Fax: 92-22-9240051 |
| Website: | www.sindhila.org E-mail: sindhianacell@gmail.com, sindhila@yahoo.com |

ابتدائي تحقيق ۽ ترتيب

**مرحوم شيخ محمد اسماعيل**

پراڻي مواد جا ايڊيٽر

**- امداد حسيني - ڊاڪٽر الهه رکيو ٻٽ - ڊاڪٽر سرفراز پٽي**

معاون

**- خير محمد بلوچ - خالد آزاد - خان محمد جروار**

موجوده ريسرچر / ڊيٽا ڪليڪٽر

**احسان لغاري - سليم جروار**

**عنبرين خاصخيلي - واحد پارس هيسباڻي**

**علي نواز آريسر - هيمون ڪالاڻي**

**سيد سردار علي شاهه**

گرافڪس / ڪمپيوٽر آپريٽر

**تولارام سوٿهڙ**

**محمد بخش پنگر**

**نظير احمد چانڊيو**

**سيده پارسا رضوي**

ٽيڪنيڪي مددگار

- انيس ڪانڪا (ڪمپيوٽر پروگرامر)
- فهد ميمڻ (ڪمپيوٽر آپريٽر)
- گل محمد ٻاگراڻي (اوٽو اسٽيٽ مشين آپريٽر)
- شهريار ميمڻ (اهلڪار - اوٽو اسٽيٽ مشين آپريٽر)

مختلف علائقن مان مواد موڪليندڙ مهربانن جو تفصيل

| | |
|---|---|
| ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو (بدين) | مير محمد پيرزادو (سڪرنڊ) |
| ڊاڪٽر محمد علي مانجهي (ٺٽو) | ڊاڪٽر عبدالرسول قادري (ڏڙي مگسي تعلقو سڪرنڊ) |
| غلام اڪبر لغاري (ڊي. سي. او. عمرڪوٽ) | اصغر "تنها" (سڪرنڊ) |
| بدر ابڙو (ڪراچي) | پروفيسر سرور سيف (پنو عاقل) |
| سهيل سانگي (حيدرآباد) | شمشاد احمد سومرو (مورو) |
| عبدالحفيظ قريشي (حيدرآباد) | عزيز رانجهاڻي (جوهي) |
| آسي زميني (ٽنڊو قيصر) | ڊاڪٽر نظير چارڻ (دادو) |
| جلال ڪوري (عمرڪوٽ) | عبدالله خان جيسر (لليا پٺڻ) |
| پارو مل امراڻي سوٿهڙ (ڇپلهار) | آزاد انور ڪانڌڙو (ميهڙ) |
| شيامداس جوشي (مٺي) | محمد عرس "اظهر" سولنگي (دادو) |
| امتياز منگي (شڪارپور) | ممتاز بخاري (سکر) |
| استاد نظاماڻي (سانگهڙ) | خليل احمد ڪوسو (مسن، ٽنڊو الهيار) |
| ڊاڪٽر مخمور بخاري (هالا) | ڊاڪٽر ابراهيم سنڌي (ٻلڙي شاهه ڪريم) |
| مجيب تاريجو (ڪوٽڙي) | دين محمد ڪلهوڙو (قنبر) |

ڪتاب ۽ تصويرون مهيا ڪندڙ

سيد حاڪم علي شاهه - اشتياق انصاري

محمد عثمان ميمڻ - سڪندر علي ميرزا

عامر پٺي (لائبريرين- سنڌي ٻولي اٿارٽي) - فياض ميمڻ (الفيچ ڪتاب گهر)

تصويرن، ڪتابن ۽ ٻين مواد لاءِ ماخذ ادارا ۽ لائبريريون

- سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جو انفرميشن، رسورس ۽ ڊيٽابيس سينٽر
- شمس العلماءِ علامه ڊاڪٽر دائود پوٽو لائبريري، حيدرآباد
- انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو
- تاج جويو جي ذاتي لائبريري
- محمد عثمان ميمڻ جي ذاتي لائبريري

اشاعتي نگران

**امين لغاري**

ڊائريڪٽر پبليڪيشن ۽ پراڊڪشن بيورو،

سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، سنڌ

ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ

جي نالي،

جيڪو

سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي

قيام کان وٺي

زندگيءَ جي آخري پساهن تائين

اٿارٽيءَ جي بورڊ آف گورنرس

جو ميمبر رهيو.

انسائيڪلوپيڊيا جو ابتدائي

خاڪو تيار ڪيائين،

۽ سنڌس سپني

ساپيان جو روپ ورتو آهي.

# ناشر پاران

اسان جي لاءِ وڏي اطمينان ۽ خوشيءَ جي ڳالهه آهي ته سنڌي ٻوليءَ جي سنڌ متعلق بهترين "انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا" جي پهرئين جلد (الف- ب) جي پذيرائيءَ کان صرف چند مهينا پوءِ ان جو ٻيو جلد (پ- ث) پڌرو ڪري رهيا آهيون. جڏهن ته ٽيون جلد پڻ تياريءَ جي آخري مرحلن ۾ آهي ۽ اميد ته اهو پڻ هن ئي سال پڌرو ڪيو ويندو. سنڌي ٻوليءَ جي گهڻگهرن پاران پهرئين جلد جي جهڙيءَ ريت پذيرائي ٿي آهي. ان اسان جا حوصلا وڌائي ڇڏيا آهن. جتي سنڌ جي برک عالمن، اديبن ۽ اهم شخصيتن کانسواءِ نوانوي سيڪڙو سڄڻن پهرئين جلد جي مواد، معيار، گيٽ اپ ۽ ڇپائيءَ وغيره تي اطمينان جو اظهار ڪيو ۽ خطن، اي ميل، فون يا ايس ايم ايس ذريعي مبارڪون ڏنيون ۽ اخبارن ۽ رسالن ۾ تبصرا ۽ تجزيا ڪري ساراهيو، اتي هڪ سيڪڙو ڪن مهربانن ان ۾ ڪن ڪوتن ۽ رهجي ويل داخلائن جي نشاندهي ڪئي ۽ ڪن دوستن وري اخبارن ۾ پڻ اهڙا تنقيدي خط شايع ڪرايا. انهن سڀني تعريفن توڙي تنقيدن لاءِ انهن نيڪ نيت مهربانن جا ٿورا مڃڻ ضروري ٿي سمجهان. جو ته آءٌ پاڻ ان ڳالهه تي ته اهڙي وڏي پيماني تي هن قسم جو اهم ڪم پهريون ڀيرو ٿي رهيو آهي ته ظاهر آهي ته ماڻهن جون اميدون ۽ توقعات به اوترئي هونديون ۽ هو ان کي پڙهندا به انتهائي باريڪ بينيءَ ۽ توجهه سان ۽ هر ڪو پنهنجي دلچسپيءَ جي موضوع، پنهنجي مسلڪ يا پسنديده شخصيتن کي ان ۾ ڏسڻ چاهيندو. ان ڪري سؤ سيڪڙو مطمئن ته ٿيندو ئي ڪونه. پوءِ ڪوتاهيءَ يا اڻپورائيءَ جي شڪايت ته سياڻيڪ آهي. ٻيو سبب وري اهو به آهي، جو اسان جي سرڪاري ادارن بابت تاثر ايترو ته خراب رهيو آهي، جو ماڻهو انهن ۾ ٿيندڙ ڪم جي باري ۾ هروڀرو به وڌيڪ حساس آهن. منهنجو خيال آهي ته ڪم ٿيندو ته تنقيد به ٿيندي ۽ تنقيد ٿيندي ته آئينده ڪم ۾ بهتري به ايندي. البت ايترو ضرور سمجهڻ گهرجي ته دنيا جي ڪا به انسائيڪلوپيڊيا مڪمل نٿي چئي سگهجي. هر ڪنهن ۾ هميشه سڌارن جي گنجائش هوندي آهي. ائين ئي انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا لاءِ چئي سگهجي ٿو. پهرئين جلد ۾ ائين به ٿيو، جو مسودو تيار ٿي پريس ۾ وڃڻ وارو هجي ته وري ڪا اهم داخلا اچي ۽ ڪمپيوٽر تي ڪورل ڊرا ذريعي ٿيل سموري سيٽنگ بدلائڻي پوي. آخر هڪڙو وقت آيو، جو محترم بدر ابڙي چيو ته "ڪڏهن آخر ڪٿي ته بس ڪرڻي پوندي. نه ته هيءَ رٿا ڪنهن به صورت ۾ وقت تي پوري نه ٿي سگهندي". ۽ مون به سمجهيو ٿي ته رٿا وقت تي پوري نه ٿيڻ جي صورت ۾ فنڊ بيڪار (lapse) ٿي ويندا. ان ڪري ڪي داخلائون موجود هوندي به شامل نه ڪري سگهياسين. ٻيون ڪي داخلائون پوءِ به پئي مليون. بلڪل اهڙي ئي ڳالهه هن جلد لاءِ محترم عثمان ميمڻ به ڪئي. ۾ مقرر تاريخ تائين جيترو ٿي سگهيو، مواد شامل ڪيو اٿئون. جيئن ته هن انسائيڪلوپيڊيا ۾ اسي سيڪڙو مواد سنڌ بابت ۽ ويهه سيڪڙو مواد سموريءَ دنيا بابت ڏيڻ جو فيصلو ٿيل آهي. ان ڪري ڪائناتي، عالمي، مذهبي، سائنسي وغيره قسم جي مواد مان رڳو تمام اهم يا وري اهڙو مواد چونڊيو ويو آهي، جنهن جو ڪو نه ڪو حوالو سنڌ جي ڌرتيءَ ۽ ماڻهن سان سڌو يا اڻ سڌو جڙندو هجي. ان ڪري ٿي سگهي ٿو ته دنيا جا ڪي ملڪ، شخصيتون ۽ عقيدن سان لاڳاپيل ڪي داخلائون شامل ٿيڻ کان رهجي ويون هجن ۽ ان کي ڪوتاهي سمجهيو وڃي.

خود سنڌ جي پنهنجي هڪ وسيع ڪائنات آهي. ان بابت گهيترن ئي اهم ڪتابن، رسالن ۽ انٽرنيٽ تان مواد هٿ ڪرڻ کان سواءِ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان عالمن، اديبن، نمائندن ۽ ڄاڻن کان پڻ معلومات گهرائي وڃي ٿي. ان جي باوجود جيڪڏهن ڪي داخلائون رهجي ويون

۽ نشاندهي ٿيڻ جي صورت ۾ انهن جا ضميما اينديڙ جلد جي آخر ۾ شامل ڪيا ويندا ته جيئن ڪوٽ جو ڪجهه پورائو ٿي سگهي. هن جلد ۾ ٻئي جي آخر ۾ ٻڻ الف کان ب تائين جون اٽڪل ..... داخلائون شامل ڪيون ويون آهن. اهڙيءَ ريت ٻين جلدن ۾ ٻڻ ائين ڪيو ويندو. سمورن جلدن جو ڇپريون ايڊيشن اچڻ کانپوءِ ٻئي ايڊيشن ۾ ٻڻ ساڳئي نموني سڌارا ۽ واڌارا ٿيندا رهندا ۽ اهو سلسلو هلندو رهندو ۽ انشا الله سنڌي ٻوليءَ جو دامن وسيع کان وسيع تر ٿيندو رهندو. جيترو ڀاڱو اسان جي ڀاڱي ۾ آهي، اسين پوري ديانتداريءَ ۽ دل جي سچائيءَ ۽ خلوص سان پورو ڪنداسين. باقي اسان کانپوءِ اچڻ وارا ڪندا. مون کي ان ڳالهه جي تمام گهڻي خوشي آهي ته بزرگن جي خواب کي تعبير ملي ۽ ان تعبير ۾ اسان جي نمائي ڪوشش شامل آهي. جنهن کي اسان پنهنجي مٺڙي ماءُ ٻوليءَ کي دنيا جي ترقي يافته ٻولين جي صف ۾ ويهارڻ واري هڪ ڪ ڇٽي سگهون ٿا.

آءٌ ٿورائتي آهيان انسائيڪلوپيڊيا سيل جي سمورن ساٿين ۽ ڪارڪنن جي، خاص ڪري جناب محمد عثمان ميمڻ جي، جن ڪم کي وقت سر اڪلائڻ لاءِ دل سان محنتون ڪيون آهن. ٿورا پنهنجي جاڪوڙي ڀاءُ تاج جويي جا به، جنهن هميشه سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌي ادب لاءِ بي لوث خدمت ڪئي آهي ۽ هن ڪم کي به پنهنجي محبتن جي پيتا طور ڏينهن رات هڪ ڪري پورو ڪرڻ ۾ منهنجو سات ڏنو آهي.

آخر ۾ وقت جي جمهوري حڪومت، خاص ڪري وزير اعليٰ سنڌ، محترم قائم علي شاهه صاحب، وزير ثقافت محترم سسئي پليجو ۽ سيڪريٽري ثقافت کاتي محترم شمس جعفرانيءَ کي جس ڏيڻ کانسواءِ رهي نٿو سگهجي، جن اسان تي اعتماد ڪري هن اهم رٿا جي تڪميل لاءِ هر قسم جي سهائتا ڪئي.

مون کي اميد آهي ته سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ جا سڄڻ هن ڀيري به اسان جي همت افزائي ڪندا ۽ اسان جي ذاتي ڪمين ڪوتاهين کي درگذر ڪندي انسائيڪلوپيڊيا ۾ بهتريءَ لاءِ پنهنجي صلاحن ۽ مشورن ڏيڻ مهل اڳ ڏيرتي فراخدليءَ جو مظاهرو ڪندا.

**پروفيسر ڊاڪٽر فهميده حسين**

# ماڻڪن موتن تي...!

روزاني **هلال پاڪستان**، ڪراچي، آگسٽ 1994ع جي هڪ ايڊيٽوريل ۾ لکيو هو:

"سنڌي ٻوليءَ جي با اختيار اداري جي هڪ ٻڌرائيءَ ۾ ٻڌايو ويو آهي ته اٿارٽيءَ سنڌيءَ ۾ هڪ انسائيڪلوپيڊيا تيار ڪرڻ جي رٿا کي هٿ ۾ کنيو آهي. اداري جي اشاعتي ڪميٽيءَ جي تازي گڏجاڻيءَ ۾ انهيءَ ڪم لاءِ هڪ سيل جوڙڻ جي منظوري ڏني وئي. انسائيڪلوپيڊيا جَلد مڪمل ڪرڻ لاءِ اُن سيل جون ٿي شاخون تجويز ڪيون ويون. ڪميٽيءَ جي فيصلي موجب خيرپور ۾ تنوير عباسي، لاڙڪاڻي ۾ ڊاڪٽر عبدالمجيد ميمڻ ۽ ڪراچيءَ ۾ علي احمد بروهي ان ڪم جي نگهباني ڪندا ۽ مختلف عالمن ۽ اديبن کان مواد تيار ڪرائي، اداري ڪي موڪليندا." ساڳئي ايڊيٽوريل ۾ وڌيڪ لکيو ويو هو ته: "سنڌيءَ ۾ هڪ مڪمل ۽ جامع انسائيڪلوپيڊيا جي اشاعت اجا تائين چڻ هڪ خواب بڻيل آهي! دنيا ۾ ڄاڻ جو ڦهلاءُ تمام تيزيءَ سان ٿي رهيو آهي. عالمن، دانشورن کان وٺي هڪ عام شاگرد ۽ پڙهيل ماڻهو وڌ کان وڌ ڄاڻ حاصل ڪرڻ ۽ ان کي پنهنجي عملي ڪمن ڪارين ۾ ڪتب آڻڻ چاهي ٿو ان قسم جي ضرورت کي فقط هڪ جديد، مڪمل ۽ جامع انسائيڪلوپيڊيا ڪري سگهي ٿي."

اها گڏجاڻي اُن وقت جي اٿارٽيءَ جي چيئرمين ڊاڪٽر نواز علي شوق جي صدارت 17 آگسٽ 1994ع ۾ ٿي هئي. ۽ اِن گڏجاڻيءَ جي رٿا پنيان سنڌ جي سدا حيات ۽ ڀٽڪي شاعر ۽ سنڌي ٻوليءَ جي گهڻگهري، ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ جو هٿ هو. جنهن اٿارٽيءَ جي 26 آڪٽوبر 1994ع واري گڏجاڻيءَ ۾ هن رٿا جو خاڪو به پيش ڪيو هو مون کي ياد آهي ته اِن ڏس ۾ ڊاڪٽر صاحب مون کي ٻه خط لکي، ڪن موضوعن تي لکڻ لاءِ چيو هو.

اِئين ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ جي انسائيڪلوپيڊيا واري انهيءَ خواب کي 1998ع ۾ ڊاڪٽر غلام علي الانا تعبير ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي، ۽ ان وقت انسائيڪلوپيڊيا جو هڪ جلد تيار ڪرائي، پريس تائين به پهچايو پر حڪومتن ۽ چيئرمين جي تبديلين، ان خواب کي شرمنده تعبير ڪري ڇڏيو.

اها سعادت شايد اسان جي پيڙهيءَ، پروفيسر ڊاڪٽر فهميده حسين کي سنڌس چيئرپرسنيءَ واري دؤر ۾ ملڻي هئي. جنهن اڄڻ شرط، ٻهرڻين سال اندر **انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا** جو پهريون جلد تيار ڪرائي، ڇپرائي پڌرو ڪرايو. ۽ ٻين ڇهن مهينن اندر ٿي هن تاريخي دستاويز جو ٻيو جلد ٻڻ سنڌس رهنمائيءَ ۽ هدايتن هيٺ ڇپجي پڌرو ٿي رهيو آهي. جيڪا ڳالهه هڪ چمتڪار (Miracle) کان ڪنهن به صورت ۾ گهٽ نه آهي.

انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جي پهرئين جلد جي، جتي سنڌ ۾، سنڌي ٻوليءَ جي برک عالمن ۽ اديبن آجيان ڪئي آهي، اتي هند جي اسڪالرن ۽ اديبن ياران به هن ڪم تي بيحد سرهائيءَ جو اظهار ڪيو ويو آهي. ٻئي طرف اڪادمي ادبيات، نيشنل بڪ فائونڊيشن، پنجابي انسٽيٽيوٽ آف لٽريچر، آرٽ اينڊ ڪلچر پشتو اڪيڊمي ۽ سرائيڪي شعبي (اسلاميه يونيورسٽي بهاولپور) ۽ ٻين ادارن ياران به هن شايان شان ڪم جي تعريف ڪئي وئي آهي. ساڳئي وقت اسان جي ڪجهه سنڌي سڄڻن، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا بابت اخبارن ۽ رسالن ۾ خط، ڪالم ۽

تجزيا چيائي، سخت قسم جون تنقيدون ڪري، ان جون اوڻايون بہ بيان ڪيون آهن. ڪنهن بہ ادبي ۽ تحقيقي ڪم لاءِ تعريف ۽ تنقيد ٻئي اُتساهہ جو ذريعو هوندا آهن. اسان اثارٽيءَ جي انتظاميہ ۽ انسائيڪلوپيڊيا ۾ ڪم ڪندڙ محنتي ڪارڪُنَ، هنن ٻنهي روين جي کليءَ دل ۽ وسيع ظرف سان آجيان ڪريون ٿا، ڇو تہ اسين سمجهون ٿا تہ انسائيڪلوپيڊيا تيار ڪرڻ ڪا اڪ جي ماکي لاهڻ نہ آهي. ان لاءِ معلومات گڏ ڪرڻ، سهيڙڻ ۽ سنواري پيش ڪرڻ هڪ انڪائيو ڪم آهي، جيڪو صرف ۽ صرف اُهي ڪارڪن ۽ پورهيت اديب ئي سرانجام ڏئي سگهن ٿا، جن کي نہ رڳو پنهنجي ماءُ- ٻوليءَ سان پيار هجي، پر جيڪي ڪتابن ۽ ٻين ذريعن (Resources) وسيلي معلومات هٿ ڪري، ان کي انسائيڪلوپيڊيا جي معيار مطابق تيار ڪرڻ جي صلاحيت رکندا هجن. خدا جي مهربانيءَ سان اداري کي هن وقت تائين مليل ٽيئي پراجيڪٽ ڊائريڪٽر- شيخ محمد اسماعيل (مرحوم)، بدر ابڙو ۽ محمد عثمان ميمڻ محنتي، سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ جا نِحبُ مليا آهن. جن جي محنت ۽ پيار جي پورهيي کي سلام پيش ڪرڻ کان سواءِ رهي نہ ٿو سگهجي. اهڙيءَ طرح سڄيءَ سنڌ مان جن بہ اديبن ۽ ڪارڪنن، خاص ڪري: مير محمد پيرزادي، حفيظ قريشيءَ، جلال ڪوريءَ، سرور سيف، عبدالله خان جيسر، شمشاد سومري، عزيز رانجهاڻي، ڊاڪٽر ابراهيم سنڌيءَ ۽ ٻين ڪيترن سڄڻن اسان کي مواد موڪليو آهي، انهن جي لڳاءُ ۽ پورهئي کي بہ داد ڏيڻ کان رهي نہ ٿو سگهجي. ان کان سواءِ اسان جي اداري ۾ قائم سيل ۾ ماضيءَ ۾ ڪم ڪندڙ ڪارڪنن کان وٺي هن وقت تائين ڪم ڪندڙ سمورا ڪارڪن، جن ۾: شرڪت چاچڙ، عامر سيال صفدر حسين ميرزا، پارسا رضوي، واحد پارس هيسباڻي، عنبرين خاصخيلي، سليم جروار، علي نواز آريسر ۽ هيمون ڪالاڻي اچي وڃن ٿا، جن جي لگن، پورهئي ۽ اورچائيءَ جي ساراهہ نہ ڪرڻ زيادتي ٿيندي. اهڙيءَ طرح سيل ۾ ڪم ڪندڙ محنتي ۽ چاڳو گرافڪس ڊزائينر ٽولارام سوٿهڙ ۽ ڪمپيوٽر آپريٽرن: نظير احمد چانڊيي ۽ محمد بخش پنگڙ جي عرق ريزيءَ ۽ محنت کان سواءِ هن تاريخي ڪم جي تڪميل ناممڪن هئي. اُهي سمورا ڪارڪن، اسان جون ٻانهون آهن، جن جي ٻَل تي اسان انسائيڪلوپيڊيا جو هي گَرو ڇپر کڻي سگهيا آهيون.

سائين محمد ابراهيم جويي ۽ ڊاڪٽر غلام علي الانا جهڙن عالم شخصن جي رهنمائي ۽ مشاورت بہ اسان سان نہ رڳو شامل حال رهي آهي، پر اسان لاءِ تمام وڏي اُتساهہ جو ڪارڻ رهي آهي. ان کان سواءِ ثقافت کاتي، حڪومت سنڌ جي وزير محترم سسئي پليجو ۽ سيڪريٽري شمس جعفرانيءَ جا بہ ورَ جن وقت بہ وقت اداري جي انتظاميہ ۽ ڪارڪنن جي ڪم کي نہ رڳو هر فورم تي ساراهيو پئي آهي، پر اسان ڏانهن اُڇلايل تنقيدَ جي تيرن کي ڪنهن حد تائين پاڻ ڏانهن موڙي، اسان کي احسانمند بہ ڪيو آهي.

انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جي ٻئي جلد لاءِ اسان مختلف موضوعن تي مهارت رکندڙ موضوعاتي ايڊيٽر بہ مقرر ڪيا هئا، جن ۾ مشهور آرڪيالاجسٽ سيد حاڪم علي شاهہ بخاري، سنڌ، هند ۽ دنيا جي ادب ۽ ڪلاسڪ تي گهري نظر رکندڙ ناميارو اديب ۽ نقاد سائين ولي رام ولڀ، سنڌ جي تاريخ تي موجوده دور ۾ سڀ کان وڌيڪ ڄاڻ رکندڙ ڊاڪٽر غلام محمد لاکو زراعت، زرعي سائنس ۽ نيچرل سائنس تي عبور رکندڙ ڊاڪٽر شمس الدين تُنيو ۽ ڊاڪٽر علي مرتضيٰ ڌاريجو بہ شامل آهن. انهن صاحبن جي ڄاڻ ۽ اورچائيءَ سان ڪيل ايڊيٽنگ اسان لاءِ ڪافي آسانيون پيدا ڪيون آهن.

آخر ۾، اثارٽيءَ جي هن پيار جي پورهئي تي سنڌ جي عالمن ۽ اديبن کان اداري جي چيئرپرسن کي پهتل ڪجهہ همت افزائيءَ جي لِکتن/ دعائن کي مختصر طور شامل ڪري خوشي محسوس ڪريان ٿو:

- "اوهان جي سربراهيءَ ۾ تيار ٿيل انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جي باتصوير پهرئين جلد جو هڪ هڪ ورق ورق ۽ وري هر هڪ ورق تي ٻين داخلائن کان سواءِ، پنهنجي گهرج ۽ مطلب واري داخلا جو مواد، ڏاڍي ڌيان سان پڙهيو اٿم. منهنجيءَ دل مان ههڙي شاندار باتصوير شهپاري جي شايع ڪرڻ تي اوهان جي لاءِ، پياري تاج جويي ۽ محمد امين لغاريءَ کان سواءِ اوهان جي هر اُن ننڍي توڙي وڏي ساٿيءَ لاءِ، جنهن سنڌي ٻوليءَ ۾ ههڙي شاندار شهپاري جو مسودو تيار ڪري ۽ ان کي ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، دُعائن جا در کُلي پيا. يقيناً سنڌ دوستيءَ ۽ سنڌي ٻوليءَ سان بي انت پيار ۽ عشق جو مثال، هن کان وڌ پيو ٿي نہ ٿو سگهي... انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، دنيا ۾ رهندڙ سنڌين جو هڪ پراڻو خواب هو جنهن کي رب ڪريم جي ڪرم سان اوهان جي لائق رهنمائيءَ ۾، سهڻي سنڌ دوست سائين علي جامو پورو ڪيو آهي. جنهن لاءِ سنڌي لئنگئيج اثارٽي جس لهڻي. آءُ هن اهم ۽ شاندار شهپاري جي شايع ٿيڻ تي سنڌ جي نيڪ نياڻيءَ، محترم سسئي پليجو کي بہ دل جي گهراين سان مبارڪ پيش ڪريان ٿو جنهن ثقافت جي وزير ٿيڻ کان پوءِ، حيدرآباد ۾ پهريون پيرو اچڻ وقت سرڪٽ هائوس ۾ هن پراجيڪٽ کي هٿ ۾ کڻڻ جو اعلان ڪيو هو."

- ڊاڪٽر غلام علي الانا
5-01-2010

• "مون انجاڻ ۽ لاعلم فرد وٽ اهڙا لفظ نہ آهن، جن سان اوهان ۽ هن ڪم ۾ اوهان سان ٻانهن ٻيلي ٿيندڙن جي تعريف ڪري سگهجي، اوهان سيني ڪي ڄَس هجي، جو وسيلن گهٽ هجڻ ۽ پراون سان گڏ پنهنجن جي مخالفت ۽ تنقيد جي باوجود، اوهان اهڙو عظيم ڪارنامو سرانجام ڏنو آهي، جنهن لاءِ سائين ابراهيم / تاج جويو، سائين بدر ابڙي سان گڏ اوهان جي سڄي ٽيم کي مبارڪباد!"

- علي حسن بروهي

اڳوڻو سيڪريٽري جنرل سگا، چيف مئنيجر اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان، حيدرآباد: 16-02-2010

• "مون وٽ واقعي انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جي حوالي سان اهڙا لفظ ۽ جملا نہ آهن، جو آءٌ اوهان کي، اوهان جي اداري ۽ سموري سنڌ کي مبارڪباد ڏيان. هيءُ خوشيءَ جي ڳالھ آهي، جو ٻهريون جلد اوهان جي اياڻڪاريءَ ۾ آخرڪار اچي ويو ۽ سڄي سنڌ ۾ عام بہ ٿي ويو. جيڪا وڏي حاصلات آهي. هن ٻهرئين جلد ۾ منهنجي پاران ڏنل سنڌ جي 22 ڍنڍن کي شامل ڪيو ويو آهي، جيڪا منهنجي لاءِ فخر جهڙي ڳالھ آهي. اينڊز واليوم لاءِ تيهارو کن ڍنڍن جون داخلائون جمع ڪرائي چڪو آهيان."

- عزيز رانجهاڻي

15-01-2010

• "سنڌ بابت انسائيڪلوپيڊيا جو ٻهريون جلد پنهنجي هٿن ۾ ڏسي ايتري خوشي ٿي آهي، جو خوشيءَ وچان لفظ نہ ٿا ملن. پيڻ جس هجيوَ. مون ڪنهن زماني ۾ 'جاڳو' اخبار ۾ پنهنجي هڪ ڪالم ۾ هڪ راءِ بيان ڪئي هئي، جنهن تي اڄ بہ قائم آهيان:

"اسان پنهنجي نياڻين تي ڪڏهن سچيءَ دل سان ڀروسو ڪيو ئي ناهي. جيڪڏهن اسين پنهنجي نياڻين جي مٿي تي هٿ رکي ڀروسو ڪريون تہ هڪ ڏينهن اُهي سنڌ جي هن ڪريل معاشري کي پنهنجي پيرن تي بيهاري سگهن ٿيون."

- ڊاڪٽر نظير احمد چارڻ

31-01-2010

• ڪلھ جو بازار ۾ ڪنهن ڪم سانگي وڃڻ ٿيو تہ عادت موجب هڪ ڪتاب گهر تي بہ ويس تہ مٿان ڪر ٿئون ڪتاب آيو هجي. دڪاندار 'انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا' جو ڪٽي ڏيکاري، تہ وٺڻ ۾ دير ئي نہ ڪيم. گهر اچي واندو ٿي سڀ کان ٻهرين ان کي پڙهڻ شروع ڪيم ۽ ختم ڪري ئي اٿيم. اوهان کي، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي سيني سائين کي ۽ هن پراجيڪٽ سان واسطو رکندڙ قابل عزت دانشورن کي لک لک مبارڪون! ڪجھ ٿالا ۽ واقعا ضرور رهجي ويا هوندا، جيڪي ڪنهن ضميمي جي صورت ۾ بہ اچي سگهن ٿا. ۾ خاص ڳالھ اها آهي تہ هينئر اسان جي هٿن ۾ هڪ قيمتي دستاويز آهي، جنهن کي اڳتي هلي ڪو بہ سنواري، سينگاري ۽ وڌائي سگهي ٿو."

- پروفيسر ڊاڪٽر محبوب علي شيخ

چيئرمئن، بورڊ آف انٽرميڊيٽ اينڊ سيڪنڊري ايجوڪيشن، سکر: 11-03-2010

• "تازو انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا شايع ٿي چڪي آهي. توهان کي لک لک مبارڪون ۽ شاباسون، جو توهان وڏو ۽ اهم ڪم ڪيو آهي.. سنڌي ادب جي تاريخ توهان کي هميشہ ياد ڪندي.. مذڪوره انسائيڪلوپيڊيا ۾ ٿورڙو حصو منهنجو بہ آهي. منهنجو ڪافي مواد ان ۾ شامل آهي. اڳتي لاءِ بہ آءٌ خدمت لاءِ حاضر آهيان."

- پريتم پياسي،

عمرڪوٽ 9-02-2010

• اوهان کي سنڌي ٻوليءَ جي ٻهرئين جامع انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جي ٻهرئين جلد ڇپائي پڌري ڪرڻ تي تمام گهڻيون مبارڪون.. قليچ ڪتاب گهر تان انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جو ٻهريون جلد خريد ڪيم... مجموعي طرح تمام سٺي ڪاوش آهي. پر ان ڳالھ تي افسوس ٿيو تہ "ادب/ اديب" جي نالي سان لاڳيتو 12 سال شايع ٿيندڙ ماهوار رسالي، جنهن جا 138 پرچا شايع ٿي چڪا آهن، ۽ اهو رسالو شايع ڪندڙ اداري "ادب اشاعت گهر" جون داخلائون سنڌيانا ۾ شامل نہ هيون. داخلائون لکي موڪليان ٿو اميد تہ ٻئي ايڊيشن ۾ رسالي ۽ اشاعت گهر جو نالو شامل ڪيو ويندو."

- گل ڪونڌر،

چيئرمئن، ادب اشاعت گهر حيدرآباد: 03-02-2010

• "انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا" جلد اول جي اشاعت تي واڌايون قبول ڪندا. اميد تہ اهو آزمائشن سان ڀَر سلسلو جفاڪشيءَ سان جاري رکندا الله سائين آهي. توهان جي مدد ڪندو. باقي ڪن مهربانن طرفان سخت تنقيد، ذاتي جملن، طعنن ۽ مهڻن جو سلسلو شروع ڪيو

ويو آهي، ان طرف ڌيان ڏيندا ته ۽ ڪ به ڪٿي ڪو نه سگهندا. ها! ڀي ايڊيشن ۾ خوب ڪان خوب تر شي، ميدان ۾ آڻي مخالفت ۽ مزاحمت جو عملي جواب ڏيندا. باقي وٺ وٺان ۽ اجائي واويلا ڪئين ڳالهه نه آهي. صد افسوس اسان جا اڪثر ماڻهو سطحيت ۽ جذباتي مزاج جي مالڪي، ۾ سپن ڪان مٿاهين مرتبي تي فائز آهن.

- پروفيسر مولابخش محمدي،

رحمان آباد، وايا ٽنڊو ڪوٽ، تاريخ: 2010-5-01

اهڙيءَ طرح سائين محمد حسين ڪاشف، بشير سيتائي، غلام نبي چنا، ناز سنائي، خير محمد ٻرڙي سيوهاڻي، محمد عرس 'اظهر' سولنگي، پروفيسر عبدالرحمان جتوئي، اسحاق سميجي، عبدالقيوم مهر، دين محمد ڪلهوڙي ۽ ٻين سائين جا ڪجهه تنقيدي ۽ ڪجهه اصلاحي خط، ڪالم ۽ تجزيا پهتا/ ڇپيا. جن مان اسان جي ڪافي رهنمائي ٿي. اميد ته اڳتي به سنڌ جا سڄڻ نه رڳو تعميري مشورا ڏيندا رهندا، پر اسان سان هن ڪم ۾ سهڪار به ڪندا. لفظي تنقيد کان عملي سهڪار اسان کي ضرور همٿائيندو.

اگهيو ڪانو ڪچ، ماڻڪن مٺ ٿي،

پلٔ پايو سچ، آچيندي لڄ مران!

(شاهه)

- تاج جويو

# اِنسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا

## جلد پيو (پ کان ٺ تائين)

## پ

**پاپڙا:** هي جين ڌرم جا مڃيندڙ واپاري ماڻهو آهن. رهڻي ڪهڻي سادي ٿيندي، دولت هوندي به ڏيکاءُ نه ڪندا آهن جو ٿي مشهور آهي ته:

"ڏه جهلي هڪ ميڻهن. ٻيو پاپڙو". هالن ۾ اڄ به 'پاپڙا چوڪ' موجود آهي. جيڪو ورهاڱي کان پوءِ هندستان کان اچي آباد ٿيل ماڻهن جي رهڻ کان پوءِ 'مهاجر چوڪ' سڏجي ٿو. هن چوڪ ۾ اڄ به هڪ قديم جين مندر سٺي سالم حالت ۾ موجود آهي.

پاپڙن کي پنجاب جي هڪ ذات به ڄاڻايو وڃي ٿو جن جا مرڪزي مقام هوشيارپور ۽ سيالڪوٽ قصبن ۾ آهن. امرتسر توڙي راولپنڊيءَ ۾ به رهن ٿا. "پاپڙا" مذهبي حوالي سان جين مذهب سان واسطو رکن ٿا. پر انهن مان 11 سيڪڙو پنهنجي پاڻ کي هندو ٻڌائين ٿا. جن جو تعلق خاص طور سويتامبر يا جينين جي نرم حصي سان آهي. هو پنهنجي پاڻ کي ٻهرين هندو ۽ پوءِ جين سمجهن ٿا. سمورا پاپڙا اصل ۾ ته جين آهن. پر ڪجهه اوسوال به ٻڌايا وڃن ٿا. جن مان اڪثر واپاري آهن. هوشيار پور جا پاپڙا پهاڙن ۾ فتح پور نالي هڪ ڳوٺ جي سالياني ياترا ڪندا آهن. جيڪو هوشيارپور کان اٽڪل 20 ميلن جي مفاصلي تي آهي ۽ اتي انهن جي قديم ۽ وسيع قصبي جون نشانيون موجود آهن. اهي اتي پنهنجن ابن ڏاڏن جي مزارن جي پوڄا ڪندا آهن. جالنڌر جا پاپڙا پنهنجي نالي جو سبب اهو ٻڌائين ٿا ته هڪڙي پير سوامي کين جنيو پهرڻ جي هدايت ڏني. جنهن کان انڪار ڪرڻ تي هن کين چيو ته سندن عقيدو راسخ آهي. ان لحاظ کان اهي هندن کان الڳ آهن. ٻئي پاسي گورداسپور جا گهڻا پاپڙا اوسوال ۽ ڪنديوال واپاري ٻڌايا ويندا آهن. مسٽر ولسن جو چوڻ آهي ته سرسا ۾ پٽيالا مان ايندڙ سِک، مهاجر اوسوال ذاتين کي پاپڙا چون ٿا.

**پاتڪنڊي، وشنو نارائڻ:** وشنو نارائڻ پاتڪنڊي، 10 آگسٽ 1860ع تي هڪ مراٺي خاندان ۾ جنم اشٽمي ڏڻ تي ممبئيءَ لڳ بالو ڪيشوار نالي ڳوٺ ۾ ڄائو. ننڍي هوندي کيس ڪرشڻ مان گهڻن سڏيندا هئا. هن پونا ڪاليج مان 1885ع ۾ قانون جي ڊگري حاصل ڪري وڪالت جو ڌنڌو شروع ڪيو. ڪجهه عرصو ڪراچيءَ جي هاءِ ڪورٽ ۾ به وڪيل طور ڪم ڪيائين.



ڪاليج ۾ پڙهڻ دوران ولب ڀائيءَ کان ستار سکڻ شروع ڪيائين. ان کان پوءِ درپد راڳ، مشهور ڳائڪ راٿو جيا کان سکيائين. راڳ جي سکيا کي جاري رکندي ٻين استادن کان به سکيا وٺندو رهيو. جن ۾ استاد علي حسين خان، استاد ولايت حسين خان ۽ بيل باگڪر جهڙا وقت جا نامور ڳائڻا شامل هئا. هن هندوستان جي ڏور انهن علائقن جو سفر ڪري راڳ بابت تحقيق ڪئي ۽ راڳ جي ڪيترن ئي استادن سان ملي پارت نتيه شاستر، سنگيت رتناڪر ۽ قديم ڪتابن ۾ لکيل موسيقيءَ تي خيال ونديا. ڏال ۽ ڏيءَ جي لاڏائي کان پوءِ وڪالت ڇڏي، موسيقيءَ جي تحقيق جو ڏاڍو وسيع ڪيائين ۽ سڄي زندگي انهيءَ علم حاصل ڪرڻ ۽ ان تي تحقيق ڪرڻ ۾ گذاري ڇڏيائين. هن جو پهريون ڪتاب "سوار مليڪا" نالي هڪ جوڙيءَ جي صورت ۾ ڇپيو جنهن ۾ هن انهن سڀني راڳڻين بابت احوال درج ڪيو جيڪي ان وقت پوري هندوستان ۾ رائج هيون. ان کان پوءِ 1909ع ۾ سندس ڪتاب "ملڪ ڇايا سنگيتم" ڇپيو ۽ ساڳئي سال ڇڻ حصن ۾ سندس مشهور ڪتاب "هندوستاني سنگيت پڌا تي" نالي سان ڇپجي پڌرو ٿيو جنهن ۾ هن مختلف ٺاٺن کي جن جو تعداد ڏهه هو مختلف راڳڻين ۾ رکيو ۽ انهن جا سرگم، آروهيون ۽ امروهيون درج ڪري، انهن جي ڳائڻ جو وقت به مقرر ڪيو. اڄ تائين سندس جوڙيل ڪتاب "هندوستاني سنگيت پڌاتي" هندوستاني موسيقيءَ تي هڪ مستند ڪتاب تصور ڪيو وڃي ٿو. ڪراچيءَ ۾ رهڻ دوران هن جي ملاقات سنڌ جي وڏي موسيقار غلام علي ڇاڳلا سان به ٿي هئي. جنهن هن ڪم ۾ سندس هٿ ونڊايو هو هن جو اهو ڪارنامو به هو ته هن مختلف گهراڻن جي موسيقيءَ کي گڏ ڪري ڏهن ٺاٺن ۾ ورهائي عام سکڻ لاءِ سولو ڪري ڇڏيو بعد ۾ ڏاڪٽر نواب علي خان سندس ڪتاب جو اردوءَ ۾ ترجمو ڪري "معلم النغمات" جي نالي سان ڇپايو. فالج جي سخت حملي سبب 1936ع ۾ پاتڪنڊيءَ جو ديهانت ٿيو.

**پات:** هڪ ذات جو نالو پات جاتيءَ جي ماڻهن کي راڄن جون پيڙهيون ياد هونديون آهن يا وٽن لکيت ۾ موجود هونديون آهن. ماضيءَ ۾ هي قبيلن/راڄن جي شاخن، نکن ۽ شجرن جو تفصيل سيني به سيني سانڍي رکندا هئا. جنهن لاءِ کين ساليانو مقرر لاڳ ملندو هو جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ کي پنهنجو شجرو ياد نه هوندو هو ته اهو پنهنجي مقرر ٿيل 'پات' وٽ ويندو هو يا کيس پاڻ وٽ گهرائيندو هو ته هُو پنهنجو دفتر ڏسي ان مان اُتارو ڪري کيس ڏيندو هو يا برزبان ٻڌائيندو هو اڄڪلهه پات جاتيءَ جا ماڻهو گهٽجي ويا آهن پر ٿرجي ننگرپارڪر ۽ ڇاڇري تعلقي ۾ اڃا ڪجهه گهر موجود آهن. انهن مان چنڊيرام پات مشهور هو جيڪو پارڪريءَ جو شاعر به هو.

**پاتڙا:** هي سنسڪرت جو لفظ آهي. جنهن جي معنيٰ آهي ڳائڻو هڪ روايت موجب برهمڻ رشي ماڌومل هڪ ڳائڻي (ناچڻي) ڇوڪريءَ ڪام ڪندل سان پيار جو پرڻو ڪيو هو. کين جيڪو اولاد ٿيو اهي "ماڌو ۽ پاتڙا" سڏجن ٿا. هن جاتيءَ جا ماڻهو هندن، سکن ۽ مسلمانن ۾ به آهن.

**پاتيا/پتي/پاتي:** پيرومل مهر چند آڏوائيءَ پنهنجي ڪتاب "سنڌ جي هندن جي تاريخ" ۾ پاتيا ذات لاءِ ڄاڻايو آهي ته اُهي جيسلمير جي ڀٽي راجپوتن مان آهن ۽ 'يادوَ ونشي' آهن. يادوَ ونشين جو گهرو لڙائيءَ بعد دُوارڪا مان زور ٽٽو ۽ پوءِ اُهي الڳ الڳ هنڌن تي هليا ويا. حڪومتون ڪيائون ۽ شهر ٻڌائون. عيسوي سن کان ڇهه صديون اڳ 'گج' نالي جادوَ "گجني" شهر ٻڌايو جيڪو اڳتي هلي "غزني" مشهور ٿيو جڏهن 'گج' کي خراسان جي حاڪم ماريو ته جادوَ غزني ڇڏي پنجاب هليا ويا. سن 70ع ۾ جڏهن ساڪ لوڪن ۽ ٿنين سنڌ ۽ پنجاب تي ڪاهه ڪئي ته هن جادوَ راجا کي ماريو. جيڪو "شاليواهن" جو پيءُ هو بعد ۾ هُو لاهور ۽ ملتان لڏي ويا. پر ساڪن کين اتان به پڇاڙڻ جي ڪوشش ڪئي. جڏهن ته شاليواهن سن 78ع ۾ کين شڪست ڏني انهيءَ ڪاميابيءَ کان پوءِ "شاليواهن" جو سن "شڪ سنبت" شروع ٿيو.

شاليواهن جي پٽ راجا سڪل "سيالڪوٽ" جو شهر ٻڌايو هو. شاليواهن جي پوٽي جو نالو "پٽي" هو. جنهنڪري "پٽي راجپوت" سندس نالي پٺيان سڏجڻ لڳا. "پٽيءَ" مان لفظ "پاٽيا" نڪتو آهي. ان کان پوءِ ڪيترا پٽي پنجاب ڇڏي "تنوٽ" ۽ "بهاولپور" ويا ۽ بهاولپور کي گاديءَ جو هنڌ بڻايائون. 853ع ۾ هتي جو حاڪم ديوراج هو جيڪو 'راول' سڏجڻ ۾ آيو. هن بهاولپور ۾ قلعو جوڙايو. جڏهن محمود غزنويءَ بهاولپور تي ڪاهه ڪئي ته پٽي راجپوت جيسلمير لڏي ويا ۽ "لدائي" شهر ۾ رهيا. "جيسل" نالي هڪ پٽي راجپوت 1156ع ۾ "جيسلمير" شهر ٻڌرايو ۽ قلعو جوڙايو. جڏهن علاؤالدين خلجيءَ هن شهر کي تباهه ڪيو ته پٽي لڏي پکڙي ويا. 1651ع ۾ سنبل سنگهه هن ويران شهر کي ٻيهر آباد ڪري، ان جو نالو جيسلمير رکيو.

سنڌ جا حاڪم سما، جيڪي 'يادوَ ونسي' هئا، تن جي صاحبيءَ دوران "پٽي راجپوت" سنڌين سهاري ۽ سات سان روهڙيءَ واري وات وٺي ٺٽي ۾ آيا. جتان پوءِ ڪي ڪاٺياواڙ لڏي ويا. سنڌ ۾ گهڻي ڀاڱي 'پاٽيا' روهڙيءَ ۾ آباد هئا. پاٽين جون ڪجهه نُکون شڪارپور ۾ به رهنديون هيون. جن جا وڏا جيسلمير مان آيا هئا. انهن ۾ ڦيروائي ۽ گاجريا به شامل آهن.

پاٽيا سنڌ جي اڪثر ننڍن وڏن شهرن ۾ آباد رهيا آهن. روهڙيءَ وارا پاٽيا گهڻي ڀاڱي ڀڳا ويشنو /سبزي خور هئا. پاٽين جون 84 نُکون آهن. جن ۾ گاجريا، ڪاجريا، آڏيسي، سوني، گانڌي، پيلا، جيا، پرمل، جارا (جاڀا) جيجينا، گوڪل، واندر وغيره شامل آهن. ڪيترين نُکن جي اڳيان راڊ، راميا، راوءِ پدمسي، راوءِ پنبال وغيره لفظ لڳائين ٿا.

'دوارڪا پرساد شرما'، پاٽين جو ذڪر ڪندي لکيو آهي ته اُتر سنڌ ۾ رهندڙ سنڌ واسين جي جاتي "اگر سيني" راجپوت هئي. جيڪي پاڻ کي جادو /يادوَ ونسي پاٽيا سڏائڻ لڳا ۽ عيسوي سن جي ابتدا ۾ "پٽنبا" شهر ٻڌائي اتي رهڻ لڳا. ايامن کان پوءِ انهن پاٽين مان ڪي موجوده سنڌ ۾ ۽ ڪي راجپوتانا طرف آباد ٿيا.

هرو پاڻي ٺڪر، ڪتاب "لوهاڻا" ۾ ڄاڻايو آهي ته يادوُن، سنڌ جي اوير وارين ايرانين ۾ پٽي راج قائم ڪيو، حملن ۽ لڙاين جي ڪري سنڌين ناڪر پٽو ختم ٿيندو ويو ۽ هو سنڌ کان ڪڇ ۽ سوراشٽر طرف هليا ويا. جيڪي يادوَ ڪُل" کان سواءِ "رگهو ڪُل" جا پٽي به آهن ملتان، لوهه ڳڙهه ۽ سنڌ جي اوير طرف لوهاڻا راجپوتن جو راج هو. هتان به شهر ٺهرايا هئا. پر لڙاين جي ڪري ڪڇ ۽ سوراشٽر طرف ويا. رگهو ڪُل جا لوهاڻا پٽي پنهنجي اڳواڻ ٺڪر پاڻي قائم رکندي، پاڻ کي "پاٽيا ٺڪر" سڏائڻ لڳا.

"گجرات سرو سنگره" (ڪتاب) ۾ لکيل آهي ته "پاٽيا سنڌ ۽ راجستان جي وچ ۾ "پاٽي منار" جا آهن ۽ لوهاڻا سنڌ جي لوهه بندر جا آهن. هو اسلامي دور جي ڪاهن بعد ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ ۾ آباد ٿيا ۽ وڻج واپار ڪرڻ لڳا."

"ڪاٺياواڙ سرو سنگره" (ڪتاب) ۾ به پاٽين کي جيسلمير جي ڀاٽي راجپوت نسل جو سڏيو ويو آهي. جيڪي اسلامي ڪاهن بعد پنجاب کان سنڌ ۽ پوءِ ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ ۾ وڃي آباد ٿيا.

ڪوي "هرڪشن جوشيءَ" لکيو آهي ته پاٽيا گهڻي ڀاڱي هالار پرڳڻي جي ڪمپاليا ۽ ڄام نگر طرف وڃي وسيا هئا.

"پٽي" ۽ "پاٽيا" اصل ۾ سنڌو- سوير علائقي جا حاڪم ۽ رهاڪو هئا. ملتان، پنجاب، سنڌ ۽ راجستان ۾ رهيا ۽ هاڻ به رهن ٿا. بعد ۾ ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ ويا. ڪاٺياواڙ ۾ آباد ٿيڻ کانپوءِ هنن سنڌ جي ياد ۾ اتي "پاٽيا نگر" جوڙايو. جيڪو دوارڪا جي ڀرسان "ڄام نگر" ضلعي ۾ اڄ به موجود آهي.

پاٽيا اڳتي هلي وڻج واپار سان وابسته رهيا ۽ راجستان جا پٽي راجداريءَ سان لاڳاپيل رهيا.

يادوَ ونسين بابت لکيل ڪتاب "يادون ونش پرڪاش" ۾ به پٽي /پاٽيا راجپوتن بابت ڏنل ڄاڻ جا پيرا لڳ ڀڳ ساڳيا ڪڍجن ٿا. هن ڪتاب ۾ ڄاڻايل آهي ته ڪرشن جي ٻياسيهين (82) پيڙهيءَ مان بونڊر راجا ٿيو ۽ ان جي ڄاوڻين پٽ "ٻوپت" سان "پٽي ونش" شروع ٿيو. هن "مها راول" لقب اختيار ڪيو ۽ غزني ۽ خراسان جي وچ واري ايراضيءَ تي راج ڪندو هو. پاٽيا /پٽي سندس پويان پنجاب ۽ سنڌ ۾ ويا. سنڌ جي رڻ ۾ ڪيهوڙ راول راجا "تنوٽ" جو قلعو جوڙايو. ان کان پوءِ ديوراج "ديوراج ڳڙهه" جوڙايو. سندس ڇهين پيڙهيءَ مان جيسل 1156ع ۾ جيسلمير جوڙايو. ان کان پوءِ ڪليال سنگهه 1170ع ۾ تخت نشين ٿيو. ان کان ڪيترين پيڙهين پوءِ "سنبل سنگهه" حاڪم ٿيو. جنهن جو راڄ جيسلمير کان اُتر ۾ ستلج تائين، اولهه ۾ سنڌو نديءَ تائين، ڏکڻ ۾ مارواڙ ۽ اوڀر ۾ بيڪانير تائين ڦهليل هو. سنبل سنگهه کان پوءِ ڪنور امر سنگهه گاديءَ تي ويٺو. 1762ع ۾ مولراج حاڪم هو. هن انگريزن سان دوستيءَ جو ناهه ڪيو. 1820ع ۾ سندس پوٽو گج سنگهه گاديءَ تي ويٺو. جنهن 1839ع ۾ انگريزن کي سنڌ طرف لشڪر موڪلڻ ۾ مدد ڪئي هئي.

انگريزن جي ايامڪاريءَ تائين جيسلمير ۾ پٽي پاٽي راجپوتن جو راڄ رهيو. هنن جو سنڌ جي سرحد لڳ راڄ هو. ان ڪري ٻوليءَ ۽ تهذيب ۾ هڪجهڙائي رهي. ڪڇ ۾ هنن گجراتي ورتي ۽ هت سنڌي ٻوليءَ جو واهپو رهيو آهي. ائين جيسلمير ۾ به راجستانيءَ جي ڀيٽ جو واهپو رهيو آهي.

سنڌ ۾ پاٽيا اڄ به وڏي تعداد ۾ رهن ٿا. ماضيءَ ۾ شڪارپور ۾ رهندڙ نُک ڦيروائين ۽ گاجرين مان ڪن شخصن 1938ع ۾ "پاٽيا سهڪار منڊل" نالي هڪ جماعت به ٺاهي هئي. جنهن جو مقصد پاٽين جي ترقيءَ ۽ ڀلائيءَ جا ڪم ڪرڻ هو. هن منڊل جو صدر ڪشن داس ۽ سيڪريٽري ڪلاچند پاٽيا وڪيل هو. ويهين صديءَ جي اوائل ۾ هندستان جي پاٽين جون ڪانفرنسون ٿيڻ لڳيون. پهرين آل انڊيا پاٽيا ڪانفرنس 1913ع ۾ خالق ڏني هال ڪراچيءَ ۾ ٿي. جنهن جي صدارت جوڌپور جي جج راءِ صاحب نرائڻجيءَ ڪئي هئي. ٻي ڪانفرنس بمبئيءَ ۾ 1915ع ۾ ٿي. جنهن جي صدارت ڊاڪٽر هيرا لال پاٽيا لاهور واري ڪئي هئي. ٽين ڪانفرنس 1916ع ۾ ٿي هئي. جنهن جي صدارت شڪارپور جي راءِ صاحب آسر داس موٽارام پاٽيا ڪئي. چوٿين ڪانفرنس 1917ع ۾ ڪلڪتي ۾ ٿي. جنهن جو صدر راءِ صاحب ڪلياڻ جي نرائڻجي هو.

انگريزي دور ۾ سنڌي ٻوليءَ جو ديوناگري لپيءَ ۾ "لوهاڻا پاٽيا خط" به رائج هو. پاٽيا ڄاتيءَ مان سنڌ جو مشهور اديب ۽ نقاد لڇمڻ ڪومل پاٽيا (ڏسو: پاٽيا، لڇمڻ ڪومل) به آهي. جيڪو هن وقت دهليءَ ۾ رهي ٿو ۽ سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي خدمت ۾ مصروف آهي. ان کان سواءِ ڄهامنداس پاٽيا به مشهور اديب ٿي گذريو آهي. (ڏسو: پاٽيا، ڄهامنداس) سنڌ ۾ ڪي، ڪي پاٽيا نالي هڪ ڪامورو ٿي گذريو آهي. جيڪو پوليس کاتي ۾ اهم عهدي تي رهيو آهي.

**پاٽيا** (رسم الخط): "پاٽيا" سنڌي ٻوليءَ جو رسم الخط هو، جيڪو ديوناگري لکت جو هڪ نمونو هو. محقق، البيروني ۽ ڪئپٽن اسٽئڪ به ان جو ذڪر ڪيو آهي. جي. اي. گريئرسن جي ڪتاب "برصغير جي ٻولين جو لسانياتي جائزو" (جيڪو ڊاڪٽر فهميده حسين ترجمو ڪيو آهي) موجب "هندستان ۾ ممبئي شهر ۽ ڀرسان پتو پيو آهي ته ڪڇ جا 6000 کان وڌيڪ ماڻهو پاٽيا لهجو ڳالهائين ٿا." هن لهجي جي لفظن ۽ جملن جي هڪ فهرست ملي آهي. جنهن مان اها عام ڪڇي ٻولي لڳي ٿي. جنهن ۾ گجراتي لفظن جو ميلاپ ٿيل آهي. گرامر جي لحاظ کان خاص ڳالهه لفظ "مارئي" ۾ ملي ٿي. جنهن جي معنيٰ "هن ماريو" به آهي ته "هنن ماريو" به آهي. ڪڇي لفظ "آرئي" سان ان جي ڀيٽ ڪري سگهجي ٿي.

**پاٽيا، جهامنداس، پروفيسر**: پروفيسر جهامنداس پاٽيا، 1878ع ۾ تاريخي شهر شڪارپور ۾ جنم ورتو. هن اڪيڊمي هاءِ اسڪول شڪارپور ۾ تعليم ورتي. 1913ع ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ مان ميٽرڪ پاس ڪئي ۽ 1919ع ۾ ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ مان بي. اي ڪيائين. پنهنجي تعليم مڪمل ڪرڻ کان پوءِ 1921ع ۾ نيشنل هاءِ اسڪول شڪارپور ۾ هيڊماسٽر مقرر ٿيو ۽ 1923ع کان 1924ع تائين برهمچاري هاءِ اسڪول شڪارپور جو هيڊماسٽر ٿي رهيو. ان کانپوءِ هو ڪنڊياري جي هاءِ اسڪول جو وائيس پرنسپال ٿيو. جتي 1924ع کان 1945ع تائين رهيو. جڏهن



شڪارپور ۾ سي. اينڊ. ايس ڪاليج کليو ته اتي استاد جي حيثيت سان ڪم ڪرڻ قبول ڪيائين ۽ اهڙيءَ طرح هو واپس پنهنجي شهر شڪارپور ۾ آيو ۽ آخر تائين اتي رهيو. ڪاليج ۾ انگريزيءَ جو پروفيسر ٿي رهيو. پروفيسر جهامنداس پاٽيا، سچي زندگي سنڌي ادب ۽ تعليم جي واڌاري لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهيو. سندس خدمتن جي مڃتا ۾ ڪيس برطانيه جي استادن جي تنظيم "Royal Society of Teachers of London" جو ميمبر بڻايو ويو. پاٽيا صاحب ڪيترو وقت بمبئي يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي جو ممتحن پڻ رهيو. ان وقت سندس هڪ مضمون "سڌارت" ميٽرڪ جي ڪورس ۾ به رکيو ويو هو. پاٽيا صاحب سنڌ يونيورسٽي جي "Board of Studies for Religion" جو ميمبر ۽ Philosophical Congress of Pakistan جو ميمبر به رهيو. پروفيسر جهامنداس جي دوستن ۽ شاگردن جو وسيع حلقو رهيو. پاڻ 30 ڊسمبر 1965ع تي مختصر علالت کان پوءِ هن فاني جهان مان لاڏاڻو ڪري ويو. سندس ترتيب ڏنل ڪتاب "سامي جا سلوڪ" هڪ عرصي کان سنڌي ادبي بورڊ وٽ اشاعت جو منتظر آهي. جهامنداس پاٽيا جو لائق فرزند پروفيسر لجپت گانڌي پنهنجي پيءُ جي انهن سيني مقالن ۽ مضمونن کي گڏ ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي. جيڪي سنڌ جي معروف رسالن ۽ اخبارن وغيره ۾ وقت به وقت شايع ٿيندا رهيا هئا.

**پاٽيا، لڇمڻ "ڪومل"**: سنڌي ٻوليءَ جي نامياري اديب، نقاد، مترجم، ناٽڪ نويس، شاعر، صحافي ۽ ايڊيٽر لڇمڻ "ڪومل" پاٽيا، 26 مارچ 1936ع تي ڪنڊياري، اڳوڻي ضلعي نوابشاهه (هاڻي نوشهري فيروز) ۾، چيلارام پاٽيا جي گهر ۾ جنم ورتو. سندس جنم جو نالو لوڪومل هو ۽ ڪيس لاڏ مان "لوڪو" سڏيندا هئا. لڇمڻ جو ڏاڏو سيٺ جاڙومل، ته جو وڏو زميندار هو.



ڪنڊياري شهر ۾ پاٽيا برادريءَ جو هڪ شاهي پاڙو هو جنهن ۾ 150 گهر هوندا هئا. لڇمڻ "ڪومل" جو والد چيلارام ذهين، تعليم يافته ۽ قابل شخص هو جنهن کي انگريزي ۽ فارسي ادب جو سٺو مطالعو هو. لڇمڻ پرائمري سنڌي ڪنڊياري ۾ پڙهيو. سندس پيءُ ڪيس شام جو مسجد جي آخوند وٽ ساڳئي وقت اردو ۽ فارسي به پڙهائي. ورهاڱي کان ڪجهه سال اڳ چيلارام پاٽيا، نوابشاهه ۾ سٽي مئجسٽريٽ طور بدلي ٿي آيو ۽ هن نامور شاعر نارائڻ شيام جي والد ديوان گوڪلداس ناگوائيءَ کان چارج اچي ورتي. چيلارام پاٽيا جي شهر ۾ هڪ ايماندار منصف طور سڃاڻپ، عزت ۽ رتبو هو لڇمڻ نَوَن سالن جي عمر ۾ ولس اسڪول نواب شاهه ۾ پهرئين انگريزي درجي ۾ داخل ٿيو سندس ان وقت جي استادن ۾ روچي رام ٿانوائي، ديوناٿائي، پگوان ايبجنداڻي ۽ ڪيرت ٻاٻاڻي شامل هئا ۽ شوراماڻي سندن ميوزڪ ٽيچر هوندو هو.

لڇمڻ نوابشاهه پڙهڻ دوران، پيءُ جي صحبت ۾ نارائڻ شيام، پرسرام ضيا ۽ سليم ڳاڙهويءَ سان مليو ۽ ڪين مشاعرن ۾ شعر پڙهندي ڏٺو انهن ئي ڏينهن ۾ مسعود نالي هڪ عملدار نوابشاهه جو ڪليڪٽر ٿي آيو جنهن جي ڌار ڪانگريسي سوچ جي هئي. مسعود ڪليڪٽر، جيڪو اڳتي هلي "مسعود کدرپوش" سڏيو ويو. لڇمڻ پاٽيا جي والد کي هڪ ڪوڙي الزام ۾ معطل ڪيو. جيو وڃي ٿو ته ورهاڱي وقت جڏهن غريب آباد، نوابشاهه جي لڀائن سکن جا 50، 60 گهر نوابشاهه ريلوي اسٽيشن تان 'راجا جي گاڏيءَ' ۾ چڙهي جوڌپور لاءِ روانا ٿيا ته مسعود ڪليڪٽر شهر کان ميل کن پري، گاڏي بيهارائي. ڪين ٻارن ٻچن سميت قتل ڪرايو. ان واقعي شهر ۾ وڏو هراس پکيڙي ڇڏيو ۽ ان کان پوءِ نوابشاهه جي هندن، سنڌ ڇڏڻ جو فيصلو ڪيو.

لڇمڻ جڏهن ٽيون درجو پاس ڪري چوٿين انگريزيءَ جو سرٽيفڪيٽ وٺي چڪو هو ته 30 جنوري 1948ع تي مهاتما گانڌيءَ جي قتل جي خبر آئي. لڇمڻ جو والد چيلارام نوڪريءَ تان معطل ۽ نظر بند هو جيئن ته مٿس ڪيس ڪوڙو هو. ان ڪري انڪوائري بورڊ لڇمڻ جي والد جو ڪيس خارج ڪري ڪيس بي ڏوهي قرار ڏنو. باعزت نموني ڊسٽرڪٽ ٽريزري آفيسر نوابشاهه جو عهدو ڏنو ۽ مٿس شرط وڌو ويو ته هو نوابشاهه کي نه ڇڏيندو ۽ نه ئي لڏيندو. پر چيلارام، مسعود ڪليڪٽر جي نيت پروڙي چڪو هو. اوچتو هڪ رات چيلارام پاٽيا پنهنجي دوست قادربخش جي گاڏيءَ ۾ ٻار ٻچا وٺي ڪراچيءَ پهتو ۽ 8 مارچ 1948ع جي شوراتڙيءَ جي ڏينهن ٻارن سميت پنهنجي وطن سنڌ کي خيرباد چيو.

لڇمڻ ڪومل 13 سالن جي ننڍيءَ عمر ۾ ماڻٽن سان سنڌ ڇڏي ورهاڱي جي ور ۾ لڙهي هند پهتو ۽ اڳتي ڪڇي دهليءَ پهتو هن ثانوي تعليم

ڪانپور مان پراڻي ۽ دهلي يونيورسٽيءَ مان بي. ڪام آنرس (1956ع) ۾ ڪئي. دهلي يونيورسٽي ڪاليج جي لٽرري سوسائٽيءَ ۾ هن جي هڪ پيرو وري نارائڻ شيام سان ملاقات ٿي. نامور اديب ۽ عالم هرومل سدارنگاڻي ’خادم‘ انهي پڙهائيندو هو. ان سان گڏ تيرٿ وسنت ۽ پين اديبن سان به سندس ملاقاتون ٿيون. دهلي ڪاليج ۾ پڙهڻ دوران لڇمڻ پاڻيا ”ڪومل“ تخلص سان شاعري ڪئي. 1962ع ۾ ”گوپي“ سان هن شادي ڪئي. دهلي يونيورسٽيءَ جي اسڪول آف جرنلزم مان ئي لڇمڻ ڪومل 1962ع ۾ صحافت ۾ ڊپلوما ڪئي. هو راڻا جنگ بهادر جهڙي آزموديگار صحافيءَ جو شاگرد رهيو. ڀارت جي سڀ کان وڏي انگريزي اخبار ’Times of India‘ ۾ لڳاتار 35 سالن تائين مختلف حيثيتن/عهدن تي رهي ڪم ڪيائين. جتان 1994ع ۾ سب ايڊيٽر جي عهدي تان رٽائر ٿيو. لڇمڻ ڪومل نه رڳو سنڌ ۽ هند ۾ دنيا جي افسانوي توڙي شعري ادب جو وسيع مطالعو ڪيو آهي ۽ ان تي عالمانه تنقيدي نگاهه پڻ رکي ٿو. هو ورهاڱي کانپوءِ وارن شاعرن ۾ سٺو مقام رکي ٿو ۽ غزل ۽ نظم جو سٺو شاعر آهي. ڀارت ۽ ان کان ٻاهر ”آل انڊيا پوئٽري سمپوزيم“ ۾ شرڪت ڪرڻ سان گڏ سنڌ ۾ پڻ ڪيترا ئي ادبي ڪانفرنسن ۾ شرڪت ڪئي اٿس. سندس شاعري اردو، انگريزي ۽ روسي زبانن ۾ ترجمو ٿي چڪي آهي. ريڊيو، ٽي.وي، اخبارن، ادبي رسالن ۽ مخزنن ۾ ڪڏهن 45 سالن کان لڳاتار لکندو رهيو آهي. سندس سوين تحقيقي، تنقيدي ۽ ادبي مقالا ڇپجي چڪا آهن. هن جا ريڊيو ناٽڪ، ايڊيٽوريل تبصرا ۽ تجزيا، سنڌي ادب جي دنيا ۾ وڏو مقام رکن ٿا.

لڇمڻ ’ڪومل‘ اکل ڀارت سنڌي ٻولي ۽ ساهت سڀا سان 22 سالن جي عمر کان لاڳاپيل رهيو ۽ ان جي هڪ اهم ڪارڪن ۽ اڳواڻ طور هن جون خدمتون وساري نه ٿيون سگهجن. سنڌي ٻوليءَ کي ڀارت جي آئين ۾ قومي ٻولي قرار ڏيارڻ ۾ ڪيرت ٻاٻاڻي ۽ ٻين ساٿين سان گڏ لڇمڻ ڪومل جو به ڪردار رهيو آهي.

لڇمڻ سٺو ناٽڪ نويس به آهي. هن نه رڳو ناٽڪ لکيا آهن پر ناٽڪن ۾ اداڪار ۽ هدايتڪار طور ڪم ڪرڻ سان گڏ انهي اسٽيج به ڪيا آهن. هن جا ٽي طويل سنگيت ناٽڪ (Opera) سنڌي ادب ۾ وڏو مقام رکن ٿا، جن ۾ (1) ”سهڻي ساهڙ سنگ“، (2) ”سرمومل راڻو“ (راڻا گهٽا راڄ ۾) ۽ (3) ”سرسورٺ“ شامل آهن. جيڪي دهلي، ڪلڪتي ۽ بمبئيءَ ۾ ڪيترا ڀيرا اسٽيج ٿي چڪا آهن. سندس ناٽڪ ”سهڻي ساهڙ سنگ“ جو هندي ترجمو به ڪيترا ڀيرا اسٽيج تي مقبوليت ماڻي چڪو آهي. لڇمڻ ڪومل، سنڌي اڪيڊمي دهلي، جي ڇهه ماهي رسالي ”جوت“ جو ست سال ايڊيٽر رهيو آهي. جنهن رسالي جا هن ڪيترا خاص نمبر ڪڍيا، جن مان ڪي مشهور نمبر هيٺيان آهن:

1. شاهه لطيف نمبر (ڊسمبر 1999ع)
2. گوبند مالهي نمبر (جون 2001ع)
3. آڳاٽو سنڌي ادب نمبر (مارچ 2004ع)
4. هري دلگير نمبر (2004ع)

لڇمڻ ڪومل جي ڇپيل ڪتابن ۾ هيٺيان شامل آهن: (1) ”هڪڙو هو راجا“ (ٻارڙو ادب: 1965ع)، جنهن تي کيس هند سرڪار جي تعليمي وزارت ”ٻاراڻي ادب جو اوارڊ“ ڏنو (2) ”Folk Literature of Pakistan“ (1971ع)، جنهن جا هن وقت تائين ڇهه ايڊيشن ڇپجي چڪا آهن. (3) ”ٽشون صبح“ مشهور روسي شاعر ولاديمير مايا ڪوسڪيءَ جي شاعريءَ جو ترجمو (1974ع). جنهن تي کيس ماسڪو ۾ گهرائي، 1975ع ۾ سوويت لئنڊ نهرو اوارڊ، روس جي نوبل انعام يافته اديب ’مائيڪل شولو خوف‘ هٿان ڏياريو ويو (4) ”جيءَ جهروڪا“ (شاعري: 1975ع). سندس هن شعري مجموعي تي کيس 1976ع ۾ ساهتيه اڪيڊمي دهليءَ پاران اوارڊ ڏنو ويو (5) ”ميري چادر“ (1978ع) راجندرسنگهه بيديءَ جي ناول ”ميلي چادر“ جو ترجمو (1983ع ۾ سنڌ ۾ پيو ڇاپو جنوري 1986ع). (6) ”ميران ٻائي“ (مونوگراف 1980ع)، جيڪو ساهتيه اڪيڊمي دهليءَ پاران ڇپيو (7) ”ٻلي شاهه“ (مونوگراف)، جيڪو ساهتيه اڪيڊمي دهليءَ پاران ڇپيو (8) ”ڪاڪ چڙي وڃا ڪٽنبر تي“ (1986ع)، مشهور ڊراما نگار، هدايتڪار، شاعر، اديب ۽ نارائڻ شيام جي پاڻ هيمر ناگواڻيءَ جي شخصيت ۽ فن تي ترتيب ڏنل ڪتاب، (9) ”ٻن چڻ جو ٻڙلاٽ“ (1996ع)، نامور ناول نگار قرة العين حيدر جي ناول ”پت جهڙ ڪي آواز“ جو سنڌي ترجمو جنهن کي ساهتيه اڪيڊميءَ 1997ع ۾ بهترين ترجمي جو اوارڊ ڏنو. (10) ”وهي ڪاتي جا پنا“ (آتم ڪٿا: ڀاڱو پهريون: 2006ع). سوجهرو پبلشرز ڪراچيءَ پاران ڇپيل (11) ”وهي ڪاتي جا پنا“ (آتم ڪٿا، ڀاڱو ٻيون: 2008ع). سوجهرو پبلشرز ڪراچي پاران ڇپيو.

هن وقت دهليءَ ۾ پنهنجي آتم ڪٿا جو باقي حصو لکڻ ۾ مصروف آهي ۽ پريس انڪليو ڪالوني، نئين دهليءَ ۾ رهي ٿو.

**پاڻيا مترماهوار** (رسالو): هيءُ رسالو سي. جي. پاڳچنداڻيءَ جي ايڊيٽريءَ هيٺ 1923ع ۾ حيدرآباد سنڌ مان نڪتو. هن رسالي جو خاص مول مقصد ’پاڻيا‘ برادريءَ جي ادبي، سماجي، تعليمي ۽ سماجي ڀلائي ۽ بهتري هو.

**پاڻيا، وشنو**: سنڌي ٻوليءَ جو ناميارو ليکڪ وشنو پاڻيا، 21 اپريل 1941ع ۾ ڪراچيءَ ۾ پيدا ٿيو. ورهاڱي وقت مائٽن سان گڏ سنڌ ڇڏي ممبئيءَ هليو ويو. سندس تعليم انٽر آرٽس، رتن (هندي) ۽ ڪوويد (سنسڪرت) آهي. ڀارت ۾ هن مهل تائين هُن انيڪ



ڪهاڻيون، ناول، مضمون، ناٽڪ لکيا ۽ شاعري ڪئي آهي. هو ڪيترين ئي اخبارن هندستان، هندواسي ۽ ماهوار رسالن جو ايڊيٽر به رهي چڪو آهي. جن ۾ ’شانتي‘ (1944ع کان 1947ع تائين)، ’ڪونج‘ (1971ع کان 1970ع تائين) ۽ ’قلم ۽ فنڪشن‘ (1949ع کان 1970ع تائين) شامل آهن. جڏهن ته هڪ وڏي عرصي تائين ’سنڌُو سماچار‘، ’سنڌو سنسار‘، ’جهولي لال‘، ’يگ ڌارا‘ ’ڪونج‘، ’نيپون‘ ۽ ’ڪاڪو ڪنڊن‘ ۾ هفتيوار ڪالم، ڪهاڻيون ۽ ادبي مضمون به ڇپائيندو رهيو. اکل ڀارت سنڌي ٻوليءَ ۽ ساهت سڀا جو 1974ع کان 1978ع تائين سيڪريٽري به رهيو آهي. سندس ڪهاڻين جا 1، ناول 4 ۽ مضمونن جا 2 ڪتاب ڇپيل آهن. سندس ناول ”سمرتين جو سپاڙ“ ڏاڍو مقبول ٿيو. سندس انيڪ رچنائن جو هندي، انگريزي، گجراتي، مرهٽي، مليالم، ڪنڙ ۽ تيلگو ٻولين ۾ ترجمو ٿي چڪو آهي. ڪتابن مان ڪن جا نالا هن ريت آهن: (1) ”درد پري دل“ (1963ع)، (2) ”دل جي بستي“ (ڪهاڻيون: 1965ع)، (3) ”چندر مکي“ (ڪهاڻيون: 1965ع)، (4) ”سوال“ (ناول: 1976ع)، (5) ”زندگي جا ڪنارا“ (ناول: 1969ع)، (6) ”سچ جا ٽڪرا“ (ڪهاڻيون: 1973ع)، (7) ”ديوار ۽ تاس جا پتا“ (ڪهاڻيون: 1977ع)

۽ (8) "ساعت جا سوال" (مضمونن جو مجموعو: 1976ع)، (9) "رشتن جو انت" (ڪهاڻيون: 2001ع). هن جا ناٽڪ (1) ٻيبو ۽ ٻينو (2) اک ٽڙڪي، دل ڌڙڪي، (3) ٽنڊن ڪر ٽنڊن ڏاڍا مشهور ٿيا. ڪيس اڪل ڀارت سنڌي ٻولي ۽ سڀيا پاران 1995ع ۾ لائيف ٽائيم اچيومينٽ اوارڊ به مليو آهي. پاڻ هن وقت ممبئيءَ ۾ رهائش پذير آهي ۽ شگر جي تڪليف سبب پير ۾ زخم ٿي پيس. جنهنڪري ڊاڪٽرن سندس هڪ پير ڪٽيو آهي.

**پاٽيا، وملا پرسرام:** وملا پرسرام پاٽيا، 8 فيبروريءَ 1957ع تي دهلي ۾ ڄائي. تعليم بي.اي تائين اٿس. هڪ اداڪارا طور ڪيترن ئي ناٽڪن جهڙوڪ: "لال ڪري ٿي ڌال"، "ڪير يا ممي"، "جيلو ۽ جيني"، "هنديءَ ۾ سنڌي"، "رات ڪو مير دن ڪو صاحب" وغيره ۾ ڪم ڪيل اٿس. ڳائڪا جي حيثيت ۾ ڪيترا گيت ڳايل ۽ جدا جدا هنڌن تان پيش ٿيل پروگرامن ۾ حصو ورتل اٿس. هن وقت نئين دهليءَ ۾ رهي ٿي.

**پاڪيم** (اخبار): هيءَ سنڌي هفتيوار اخبار لاڙڪاڻي مان 5 جولاءِ 1939ع کان جاري ٿي. اخبار جو ساليانو چندو ٻه روپيا هوندو هو ۽ ان جون 200 ڪاپيون نڪرنديون هيون. اخبار لاڙڪاڻي جي دڪايل پريس ۾ ڇپبي هئي. اخبار جي ايڊيٽر جو نالو بهاري لعل ڪوڙومل پاٽيه هو. هيءَ اخبار 1994ع ۾ بند ٿي ويئي.

**پاڃوڪڙ ڌڻ (رڍ)** (Flyingflock): فارم تي عارضي طور درآمد ڪيل رڍن جو ڌڻ. جنهن کي سال کان گهٽ مدي تائين رکجي ۽ پوءِ وڪڻي ڇڏجي. هن جا ٽي قسم ٿين ٿا. (الف): سانڍ (Store) لاءِ رکيل گهيٽيون.



پاڃوڪڙ ڌڻ

جن کي تاتي ٿلهو متارو ڪجي، ان کي "خال ڌڻ" (Dry Flock) به سڏبو وڃي ٿو. (ب) رڍون (Ewe Lambs) جن کي نسلي افزائش لاءِ پاليو ويندو آهي. (ج) نسلي افزائش واري ڌڻ جون وڪو رڍون (Drafted)، جيڪي ٽيريءَ جي ڏورن واري چريل ڳاهه جي بچت ڳاهه چرڻ لاءِ چراگاهن ۾ ڇڏيون وينديون آهن.

**پاڃين جا طعام** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مرزا قليچ بيگ جو لکيل آهي. ڪراؤن سائيز واري هن ڪتاب ۾ 73 صفحا آهن ۽ ان جي قيمت 8 آنا آهي. جيڪو جيٺمل پرسرام گلراجاڻيءَ، بلوتسڪي پريس حيدرآباد مان، سال 1926ع ۾ ڇپايو.

**پاڃيون** (Vegetables): پاڃيون انسان جي زندگيءَ سان گهرو تعلق رکن ٿيون. جن ۾ مختلف وٽامن جهڙوڪ: اي، بي، سي ۽ نشاستي لحميات ۽ سلب وارا خوراڪي جزا به موجود ٿين ٿا. اسان وٽ سنڌ ۾ ربيع توڙي خريف جي مندن ۾ جدا جدا پاڃيون پوکيون وڃن ٿيون. مثال طور:



پاڃيون

(الف) ربيع وارين پاڃين جي پوک:

1. بصر: ٻيجارو جولاءِ کان آگسٽ تائين پوکبو آهي ۽ ان جو رونبو آگسٽ کان سيپٽمبر تائين هلندو آهي.
2. بند گوبي/پن گوبي: هيءَ پاڃي آگسٽ کان آڪٽوبر تائين پوکي ويندي آهي ۽ ان جو رونبو سيپٽمبر کان نومبر تائين ڪندا آهن.
3. ٽوهر: ٽوهر آڪٽوبر کان ڊسمبر تائين پوکجي ٿي.
4. ٽماٽا: ٽماٽن جو ٻيجارو جون کان آگسٽ تائين پوکبو آهي ۽ ان جو رونبو جولاءِ کان سيپٽمبر تائين ڪيو ويندو آهي.
5. پالڪ: هي ۽ آگسٽ کان ڊسمبر تائين پوکي ويندي آهي.
6. پٽاٽي گجر: هن جي پوک آگسٽ کان نومبر تائين ڪئي ويندي آهي.
7. پٽاٽو: هيءَ پاڃي سيپٽمبر کان آڪٽوبر تائين پوکي وڃي ٿي.
8. ڏاٿا: ڏاٿا آگسٽ کان ڊسمبر تائين پوکبا آهن.
9. ڪچالو: هيءَ پاڃي آڪٽوبر کان نومبر تائين لڳائجي ٿي.
10. گل گوبي: هيءَ جولاءِ کان سيپٽمبر تائين پوکبي آهي ۽ ان جو رونبو جولاءِ کان آڪٽوبر تائين هلندو آهي.
11. گوگڙو: هن جي پوک آگسٽ کان نومبر تائين ٿيندي آهي.
12. مٽر: هيءَ پاڃي آڪٽوبر کان ڊسمبر تائين پوکي وڃي ٿي.
13. مُوري: جولاءِ کان جنوريءَ تائين پوکبي آهي.
14. ولائتي مٽر: هي آڪٽوبر کان ڊسمبر تائين پوکي سگهجن ٿا.
15. هريو ميٿي: هُريي يا ميٿيءَ جي پوکائي سيپٽمبر کان آڪٽوبر تائين ٿيندي آهي.

(ب) خريف وارين پاڃين جي پوک:

1. پيٺليون: هي فيبروريءَ کان جولاءِ يا آگسٽ تائين پوکبيون آهي.
2. توريون: فيبروري- مارچ ۽ جون- جولاءِ ۾ پوکبيون آهن.
3. پيلو: ڊسمبر کان اپريل ۾ پوکبو آهي.
4. چَوَنرا: فيبروريءَ ۽ مئي ۾ پوکبا آهن.
5. ڪدو: فيبروري، مارچ، جون ۽ جولاءِ ۾ پوکبا آهن.
6. ڪريلا: فيبروريءَ کان مارچ، جولاءِ ۽ آگسٽ ۾ پوکبا آهن.
7. گوار: فيبروريءَ ۾ پوکبي آهي. هونئن ورونئن سان گڏ ڪٽيءَ جي مند ۾ به پوکبي آهي. ٽريو گوار وسڪاري کان پوءِ پوکيندا آهن.
8. مرچ: مرچ فيبروريءَ، کان مارچ يا نومبر ۽ جون ۾ پوکبا آهن. مرچ ٻيجاري ذريعي پوکبا آهن.

8. مرچ: مرچ فيبروريءَ، کان مارچ يا نومبر ۽ جون ۾ پوکيا آهن. مرچ ٻيجاري ذريعي پوکيا آهن.
9. ميها: فيبروري- مارچ ۽ جولاءِ- آگسٽ ۾ پوکيا آهن.
10. واڱڻ: فيبروري ۽ سيپٽمبر ۾ پوکيا آهن جيءَ ڀاڄي بہ ٻيجاري ذريعي پوکي ويندي آهي.

ڀاڄين جي غذائي اهميت اڻ ڳڻي آهي. جو اُهي انساني معدي جي تيزابيت کي گهٽ ڪن ٿيون. ڇاڪاڻ تہ ڀاڄين ۾ گهڻو ڪري الڪلائن خاصيت موجود هوندي آهي جيڪا معدي جي گرانڻ ۽ تيزابيت کي ختم ڪري ڇڏي ٿي. سمورين ڀاڄين ۾ مختلف معدني جزا ٿين ٿا. جيڪي انساني صحت لاءِ ضروري ٿين ٿا. جهڙوڪ: ٽماٽن، مورين، چقندر ۽ وڱڻن ۾ پوٽيشيم موجود هوندو آهي. پالڪ، سلاد، ساڳ ۽ بند گوبيءَ ۾ لوهہ/ فولاد جا جزا ٿين ٿا. وڱڻي، پالڪ ۽ گل گوبيءَ ۾ ٽامي جا جزا گهڻي ڀاڱي ٿين ٿا ۽ ڦرين، گوگڙن ۽ ساڳ ۾ ڪئلشيم موجود آهي.

ڀاڄين کي بہ بيماريون لڳنديون آهن. ۾ خاص ڪري جن ڀاڄين کي بيماري لڳندي آهي. تن ۾ ٽماٽا، پٽاٽا، بصر، ڏاٿا، پالڪ، مٽر، ڀينڊي، مرچ ۽ واڱڻ قابل ذڪر آهن. آبادگار، زرعي ماهرن جي مشوري سان دوائن ذريعي انهن بيمارين جو علاج ڪندا رهندا آهن.

**ڀاڄي**: ڀاڄي، زراعت جو هڪ اصطلاح آهي. خاص ڪري فصلن جوئڻ جو اُجورو. جيڪو آبادگارن کان روڪڙ پئسن جي صورت ۾ بہ ملندو آهي ۽ واڌو فصلن مان ڪجهہ حصي طور بہ ڏنو ويندو آهي. جڏهن تہ لفظ ڀاڄ جي معنيٰ آهي حصو ڀتي يا لاپو ۽ لاٽي وغيره.

**ڀاڏ**: ضلعي ٺٽي جي تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو جنهن جي هڪ ڳوٺ "ڀاڏ مڪان" ۾ مشهور شاعر سيد قنبر علي شاهہ المعروف شاهہ شريف ڀاڏائيءَ جنم ورتو هو.

**ڀاڏائي، قنبر علي شاهہ "شريف"**: ڀاڏائي قنبر علي شاهہ "شاهہ شريف" جي نالي سان مشهور هي بزرگ شاعر 1207هہ/ 1792ع ڌاري جنم ورتو هو هڪ وسيع حلقو رکندڙ شخص هو "شاهہ شريف ڀاڏائيءَ جو رسالو" ڊاڪٽر نبي بخش



قنبر علي شاهہ ڀاڏائي جي مقبري جو ڏيک

بلوچ سهيڙيو آهي. هن رسالي ۾ شاهہ شريف جي سوانح ۽ ڪلام سان گڏ سندس فرزند عبدالقدوس شاهہ، مريدن فتح فقير ۽ غلام حيدر ٿيٻي (تيرهٺي) جي سوانح ۽ ڪلام بہ ڏنل آهي.

قنبر علي شاهہ ولد بچل شاهہ جا وڏا اُچ شريف جي بخاري سيدن مان هئا. اتي سندس ڏاڏي چٽن شاهہ جي آخري آرامگاهہ آهي. قنبر علي شاهہ جو والد بچل شاهہ اتان لڏي "ڀاڏ" تعلقي جاتيءَ ۾ آيو انهيءَ نسبت سان "ڀاڏائي" سڏجڻ ۾ آيو کيس اتي ئي مڪتب جي تعليم ملي. باقي تعليم کيس ڳنڀالي (تعلقي گهوڙا باريءَ) ۾ ملي. جتي پوءِ سندس والد لڏي وڃي رهيو هو شاهہ شريف جو لاڙو فقيريءَ ڏانهن ٿيو عبادتون ۽ رياضتون ڪيائين. رڻ پٽيائيءَ ويجهو هڪ غار ۾ عبادت لاءِ ٽہ مهينا وڃي رهيو ۽ خليفي فتح فقير، هڪ سؤ ڏهہ فقير ونئي وڃي کيس لڌو. ڊاڪٽر بلوچ صاحب لکي ٿو تہ: درياهہ جي اڀرندي ڪناري تي جهوڪ ۾ اُن وقت شاهہ فضل الله قلندر جو غلغلو هو تہ اولهہ طرف شاهہ شريف ڳنڀالي ڏاتيءَ جا عقيدت مند ڪهي ايندا هئا. سندس خليفن ۾ پنج فقير وڌيڪ مشهور ٿيا. اُهي هئا: خليفو محمد اسحاق ترڪ، فتح فقير، فقير غلام دل، خليفو سرماڻ جوکيو ۽ خليفو فقير غلام حيدر گرناري.

شاهہ شريف ڀاڏائي 56 سالن جي عمر ۾ 1264هہ/ 1848ع ۾ لاڏائو ڪيو. کيس چار فرزند هئا. جن ۾ عبدالقدوس شاهہ شاعر ٿيو شاهہ شريف تي شاهہ جي رسالي جو نمايان اثر آهي. سندس ڪلام موضوعن توڙي هيئت جي حوالي سان شاهہ جي رسالي جو تسلسل آهي. سندس رسالي ۾ شاهہ جي رسالي وارا سُر (ڪُل26) آهن. البت بہ سُر ويراڳ ۽ ڪامول بين نالن سان آهن. ويراڳ ۾ يڪجهتيءَ جي موضوع تي چار دوها آهن ۽ ڪامول ۾ سُر ڪاموڏ (نوري ڄام) جو مضمون آهي.

"شاهہ شريف ڀاڏائي جو رسالو" ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي سهيڙ سان سنڌي ادبي بورڊ سال 1963ع ۾ ڇپايو. جڏهن تہ تصحيح ۽ تحقيق بعد ٻيهر انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ طرفان 1972ع ۾ ڇپايو ويو. جنهن ۾ 398 صفحا آهن.

**ڀاڏر**: ضلعي دادو تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾، سن شهر کان اولهہ طرف هڪ ديهہ جو نالو جنهن جي حد ۾ بہ ڳوٺ 'پنهورن جو ڳوٺ' ۽ امير خان ڳوٺ' شامل آهن.

**ڀاڏ مَڪان**: تعلقي جاتي، ضلعي ٺٽي جي ديهہ "ڀاڏ" ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو جتي سنڌ جي مشهور شاعر سيد قنبر علي شاهہ المعروف شاهہ شريف ڀاڏائيءَ جنم ورتو هو. جيڪو پوءِ لڏي وڃي "ڳنڀالي" تعلقي گهوڙا باريءَ ضلعي ٺٽي ۾ ويٺو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين ڀاڏ ۾ جنم وٺڻ ڪري شاهہ شريف ڀاڏائي مشهور ٿيو سندس رسالو "شاهہ شريف ڀاڏائيءَ جو ڪلام" جي عنوان سان شايع ٿيل آهي.

**ڀارت (ملڪ)**: ڏکڻ ايشيا جو سڀ کان وڏو ملڪ ڀارت. ڀکيڙ جي لحاظ کان دنيا جو ستون ۽ آباديءَ جي لحاظ کان ٻيو نمبر وڏو ملڪ آهي. ڀارت جي اتر کان ڏکڻ طرف ويڪر 3200 ڪلوميٽر (ٻہ هزار ميل) ۽ اوڀر کان اولهہ طرف ويڪر 2740 ڪلوميٽر (1700 ميل) آهي. هن جي اتر ۾ دنيا جي بلند ترين چوٽي هماليہ جبل واقع آهي. هن ملڪ جو سرڪاري نالو 'جمهوريہ هندستان' (Republic of India)، پراڻو نالو آريا ورت هو. قديم راڄا ڀرت جي مناسبت سان هن کي ڀارت سڏيو وڃي ٿو.

ڀارت ڇهن هزارن سالن کان ، سماجي، سياسي ۽ مذهبي سڃاڻپ بحال رکندو آيو آهي. ڀارت ۾ سڀ کان اول سنڌو تهذيب هڪ هزار سالن تائين پنهنجي وجود کي برقرار رکيو. تاريخ نويسن موجب هيءَ تهذيب 2500 ق.م ۾ بہ پنهنجي عروج تي هئي ۽ 1500 ق.م تائين هن تهذيب جو ڦهلاءُ سنڌ کان نڪري نہ رڳو هندوستان، پر افغانستان ۽ ايران جي حدن ۾ بہ نظر اچي ٿو هن تهذيب جو مرڪز موهن جو دڙو هو جنهن جا آثار لاڙڪاڻي ضلعي ۾ موجود آهن. جنهن جي کوٽائي جان مارشل ۽ ٻين صاحبن 1922ع ڌاري ڪئي. ساڳي تهذيب جا آثار ڀارت ۾ لوٿل ۽ ڪالي ٻنگن ۾ پڻ مليا آهن.

هندومت جا پيرا تهذيب جي شروعاتي دور کان ڏسجن ٿا. ان زماني ۾ راڄ ڌڻي يا حڪمران پروهت هوندو هو ته راجا ۽ پروهت يا مذهبي اڳواڻ خدا جي طرفان مقرر ٿيل تصور ڪيو ويندو هو. ماتا ديويءَ جي پوڄا عام هئي، جنهن جون مورتيون قديم ماڳن تان عام مليون آهن. جنهن اڳتي هلي ڪالي ماتا جو روپ ورتو ۽ ته- منهون ديوتا طاقت جو سرچشمو قرار ڏنو ويو. جنهن کي اڳتي هلي ’ٽيڙ‘ کري سڏيو ويو. ٿيو هتان جو پراڻي




۾ پراڻو ديوتا مڃيل آهي. ان کان سواءِ ڪن جانورن جي پوڄا به عام جام هئي جن ۾ ڍڳي کي خاص اهميت حاصل هئي. جو هُو زرخيزي مت جي علامت هو. موهن جي دڙي ۽ هڙاپا جي کوٽاين کان پوءِ اها ڳالهه سامهون آئي آهي ته هتان جا ماڻهو ڪنهن نه ڪنهن نموني پوڄا سان وابسته هئا. جنهن اڳتي هلي هندو ڌرم جو روپ اختيار ڪيو. پراچين سمي بابت ڪو گهڻو مواد موجود ڪونه آهي. خود آرين جي اچڻ بابت به عالم مختلف رايا رکن ٿا. پر عام روايت اها به آهي ته آريا وچ ايشيا کان 1500 ق. م کان 200 ق. م تائين وقفي وقفي سان ايندا رهيا. جن هتان جي اصل تهذيب کي ڪافي ڌڪ رسايو ۽ هتان جي رهاڪن جن کي دراوڙ ڪوٺيو وڃي ٿو انهن کي تڙي ڪڍيو. نون آيل لوڪن پاڻ سان پنهنجو مذهب آندو. پنهنجا ديوتا آندا. جنهن ڪري مقامي ماڻهن ۽ ٻاهرين ماڻهن جا هڪٻئي سان مذهبي جهيڙا به هليا. جن جو ذڪر رگ ويد ۾ ملي ٿو. رگويد لاءِ عالمن جو چوڻ آهي ته اهي آرين/ نون آيل ماڻهن جا رچيل آهن. هتي مقامي ۽ غير مقامي ماڻهن جا مذهبي جهڳڙا اٺين (8) صدي ق. م تائين شدت سان هلندا رهيا. انهي دور ۾ ڪي ديوتا غائب ٿي ويا. ڪن نون ديوتائن معاشري ۾ جنم ورتو. برهما به انهي دور جو ديوتا چيو وڃي ٿو جنهن سان آتما منسوب آهي. يعني ’هڪ روح‘. هڪ خدا جي تصور انهيءَ دور ۾ جنم ورتو. اهڙي نموني پروهت جي هڪ هٽي ختم ٿي ۽ بادشاهي نظام جي شروعات ٿي.

هي ملڪ 486-521 ق.م تائين ايرانين جي، 326 ق.م ۾ يونانين جي قبضي هيٺ رهيو. 500 ق.م ڌاري ٻڌ ڌرم هتي گهڻو زور ورتو. جين ڌرم ۽ هندو ڌرم به هن ملڪ جا اڳاٽا مذهب آهن. 712 ع ڌاري محمد بن قاسم سنڌ فتح ڪئي ۽ هندوستان ۾ اسلامي حڪومتون قائم ٿيون.

هن قديم ملڪ هندستان (ڀارت) ۾ 1502 ع ڌاري پورچوگيز واپاري ڪوٺيون کوليون. ان کان پوءِ ڊچ ۽ ولنديزي هتي آيا ۽ ان ڪانپوءِ هي علائقو مغلن جي قبضي ۾ رهيو. سال 1600 ع ۾ برطانوي ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ هن ملڪ ۾ واپار جو پروانو حاصل ڪيو (ڏسو: ايسٽ انڊيا ڪمپني) ان کان پوءِ ايسٽ انڊيا ڪمپني آهستي آهستي سڄي ڀارت تي قبضو ڪري ورتي. پهرين مهاڀاري لڙائي (1914 ع) دوران هندستان جي ماڻهن ۾ آزاديءَ جو جذبو جاڳيو ۽ ٻيءَ مهاڀاري لڙائيءَ جي خاتمي بعد ڀارت/ هندستان هڪ خود مختيار ملڪ طور 15 آگسٽ 1947 ع ۾ ’برٽش انڊيا‘ جي ورهاڱي بعد آزاد ٿيو. پنڊت جواهر لال نهرو ڀارت جو پهريون وزيراعظم ۽ لارڊ مائونٽ بيٽن پهريون گورنر جنرل ٿيو. 26 جنوري 1950 ع تي آئين ۾ هن ملڪ کي جمهوريه قرار ڏيندي، ان جو نالو ’ڀارت‘ يا ’انڊيا‘ رکيو ويو. ان جي پهرئين وزيراعظم جواهر لعل نهرو 24 مئي 1964 ع ۾ ديهانت ڪئي. سيپٽمبر 1965 ع ۾ پاڪستان ۽ ڀارت جي وچ ۾ جنگ لڳي. روس جي ڪوشش سان جنوري 1966 ع ۾ تاشقند وارو معاهدو ٿيو. 10 جنوري تي لال بهادر شاستري، تاشقند ۾ ديهانت ڪري ويو ته 19 جنوري 1966 ع تي مسز اندرا گانڌي، ڀارت جي وزيراعظم جو عهدو سنڀاليو ۽ مارچ 1970 ع تائين ڀارت جي وزيراعظم رهي. (وڌيڪ ڏسو: اندرا گانڌي)

مرڪزي قانون ساز اسيمبليءَ جي دستور موجب، ڀارت ۾ ٻه ايوان آهن: هڪڙو ڪائونسل آف دي اسٽيٽس (راڄيه سڀا) ۽ ٻيو هائوس آف دي پيپل (لوڪ سڀا). راڄيه سڀا ۾ 250 ۽ لوڪ سڀا ۾ 500 کان وڌيڪ ميمبر نه هوندا آهن. ’راڄيه سڀا‘ جي حيثيت مستقل آهي. ميمبرن جو ٽيون حصو هر ٻئي سال بدلجي ويندو آهي. لوڪ سڀا جون چونڊون پنجن سالن کان پوءِ



ٿينديون آهن. راڄيه سڀا جي چونڊ، هر رياست جا چونڊيل نمائندا ڪندا آهن ۽ لوڪ سڀا جي چونڊ ووٽر ڪندا آهن. هن وقت ڀارت ۾ ’ڪانگريس‘ پارٽيءَ جي حڪومت قائم آهي. جنهن جي سربراهي هوئش ته سونيا گانڌي ڪري پيئي. پر سنڌس پارٽيءَ جو وزيراعظم من موهن سنگهه، مسلسل ٻيو پيرو ان ذميواريءَ تي چونڊيو ويو آهي. ڀارت جي گاديءَ جو هنڌ نئين دهلي آهي.

هن وقت ڀارت دنيا جي ترقي يافته ملڪن ۾ شمار ٿئي ٿو. ڀارت ۾ هندو، مسلمان، سک، عيسائي ۽ ٻين مذهبن جا ماڻهو رهن ٿا. ڀارت آباديءَ جي لحاظ کان دنيا جو ٻيو نمبر وڏو ملڪ آهي. 2008 ع ۾ ڀارت جي آدمشماري هڪ ارب، 14 ڪروڙ جي لڳ ڀڳ هئي. طب جي تعليم (ميڊيڪل سائنس) ۽ ڪمپيوٽر ٽيڪنالاجيءَ ۾ ڀارت ٻين ڪيترن ايشيائي ملڪن کان اڳڀرو آهي.

ڀارت ۽ پاڪستان جي وچ ۾ سياسي ۽ تجارتي لاڳاپا تبديل ٿيندا رهن ٿا. ٻنهي ملڪن جي وچ ۾ ٽي جنگيون لڳي چڪيون آهن. جڏهن ته ميڊيا ۽ فلم انڊسٽريءَ جي اوج سبب ڀارت جون فلمون ۽ ڊراما پاڪستان ۾ به شوق سان ڏٺا وڃن ٿا.

ڀارت ۾ 28 صوبا آهن: (1) آنڌرا پرديش، (2) ارونچل پرديش، (3) آسام، (4) بهار، (5) ڇتيس ڳڙهه (6) گوئا، (7) گجرات، (8) هريانا، (9) هماچل پرديش، (10) جمون ۽ ڪشمير (11) جهارکنڊ، (12) ڪرناٽڪا، (13) ڪيرالا، (14) مڌيه پرديش،

(15) مهاراشٽر، (16) منيپور، (17) ميگهالايا، (18) ميزو رام، (19) ناگالئنڊ، (20) اڙيسا، (21) پنجاب، (22) راجستان، (23) سڪم، (24) تامل ناڊو، (25) تريپورا، (26) اُتر پرديش، (27) اترا کنڊ ۽ (28) اولهه بنگال.

پارت ۾ ڪيترين ئي ٻولين ڳالهايون وڃن ٿيون. مختلف ثقافتن جا رنگ ڍنگ ڏسڻ ۾ ايندا. هندستان، مختلف صوبن ۾ پراڻن شاهي محلن، مندرن، مسجدن ۽ ڪيترن يادگار ماڳن مڪانن جهڙوڪ: تاج محل، ڪالي بنگن، ڍولا ويرا، اجميس پڌ ڏرم جي يادگارن، اجنتا ۽ ايلورا جي غارن، قطب مينار ۽ لال قلعي دهلي، جي ڪري به مشهور آهي.

1947ع جي ورهاڱي جي ڪري لڏ پلاڻ ٿي هئي ۽ سنڌي هندو پارت لڏي ويا ۽ اتان لکين مسلمان لڏي پاڪستان ۾ آيا. جن جو گهڻو تعداد سنڌ ۾ آباد ٿيو هن وقت لکين سنڌي ڳالهائيندڙ هندو، هندوستان ۾ آباد آهن. جن مان اڪثريت جو تعلق واپار جي ڌرت سان آهي ته ڪي اعليٰ تعليم حاصل ڪري، وڏن عهدن تي رسيا آهن جڏهن ته ڪيترائي مشهور شاعر ۽ اديب. جيڪي سنڌ جا ڄاوا هئا يا پارت ۾ ڄاوا، اتي آباد آهن.

**پارت (اخبار):** لاڙڪاڻي مان سنڌي ۽ انگريزي ۾ نڪرندڙ هي اخبار 25 جون 1936ع کان رتيديري مان جاري ٿي ۽ اتي ئي "پارت پرنٽنگ پريس" ۾ ڇپبي هئي. ڪيسرلام وزيراڻي اخبار جو ايڊيٽر هو. هن اخبار 1936ع وارين چونڊن ۾ هڪ صوبائي اسيمبلي جي ميمبر جي حمايت ڪئي ۽ اُن پڄاڻان اخبار ڪڏهن ڪڏهن نڪرندي هئي.

**پارت پوشڻ (ڪتاب):** هي ڪتاب فتح چند ميگهراج آڏواڻي ۽ جيٺومل لوڪ سنگهه لعلواڻيءَ جو گڏجي ترجمو ڪيل آهي. ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ 97 صفحا آهن. جنهن جي قيمت 4 آنا آهي. ڇاپو ٽيون، گرو سنگت نئشنل پريس، حيدرآباد. مان سال 1936ع ۾ ڇپيو هن ڪتاب جو ٻيو ڀاڱو فتح چند ميگهراج آڏواڻيءَ ترجمو ڪيو جنهن ۾ 102 صفحا ۽ قيمت 4 آنا آهي. ڪراؤن سائيز ۾ هن ڪتاب جو ٻيهرين ڇاپو، اسٽينڊرڊ پرنٽنگ ورڪس، حيدرآباد. مان 1929ع ۾ ڇپيو.

**پارت يوم يا جاگرافي هندستان (ڪتاب):** هي ڪتاب جٿرام ڪرڙي مل وترائيءَ جو لکيل آهي. ڪراؤن سائيز واري هن ڪتاب ۾ 30 صفحا آهن ۽ قيمت 3 آنا آهي. ڇاپو ٻيهرين، شيوا جي پرنٽنگ پريس لاڙڪاڻي مان سال 1938ع ۾ ڇپيو.

**پارت پبلشنگ هائوس، ڪراچي:** ڪراچيءَ جو مشهور اشاعتي ادارو. جنهن جي سهڪار سان سيپٽمبر 1940ع کان 'پارتيون ٻوليون' نالي پارن جو پندرهن روزه رسالو آر. وي. ٿڏاڻيءَ جي ايڊيٽريءَ ۾، بندر روڊ ڪراچيءَ مان نڪرندو هو.

اهڙيءَ ريت پارت پرنٽنگ ورڪس ڪراچي ۽ پارت پريس جيڪب آباد به ورهاڱي کان اڳ قائم ٿيل ادارا هئا. جتان "پارت" ۽ "پارت واسي" اخبارون نڪرنديون هيون.

**پارت جو ٻلوو (ڪتاب):** هي ڪتاب پگهرانداس ترلارام ماکيجا جو لکيل آهي. ڪراؤن سائيز جي هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن ۾ 14 صفحا آهن ۽ قيمت اڌائي آنا آهي. پرينٽر ايچ. شاهاڻي، هن ڪتاب جو ٻيهرين ڇاپو ڪنور پرنٽنگ پريس، حيدرآباد، مان سال 1947ع ۾ ڇپايو.

**پارت جيون (رسالو):** هن نالي سان هڪ ماهوار رسالو جيٺانند پاونداس لعلواڻيءَ، پارت جيون ساهتيہ منڊل، تلڪ روڊ حيدرآباد مان 1940ع ۾ جاري ڪيو هي باتصوير ادبي ۽ سياسي رسالو هو. پارت جيون ماهوار جو 'آزادي نمبر' 46-1945ع ۾ نڪتو. جنهن جي ڪري ايڊيٽر لعلواڻيءَ کي جيل وڃڻو پيو. پاپا پرنٽنگ پريس تلڪ چاڙهي حيدرآباد ۾ ڇپيو هو.

**پارت جيون ساهتيہ مالها:** هن اداري پاران جيٺانند پاونداس لعلواڻي گذريل 60 سالن ۾ هزارين ڪتاب ڇپائي چڪو آهي. جن ۾ رام پنجواڻيءَ جا سڀ ڪتاب، چندو لعل جشنگهاڻي ۽ سندر هشمت راءِ جا ناول. لعل چند امرڏني مل جو ناول "چوٽ جو چند"، شري گروگرنٿ صاحب، شري وشنو پران، شو پران ۽ ٻيا انيڪ ڪتاب صحت ۽ نفسيات، خواهه قانون تي شايع ڪيا ويا آهن.

**پارت سنگيت وديا (ڪتاب):** پارت سنگيت وديا نالي هندستان جي ويدڪ دور کان وٺي جديد دور جي سازن تي لکيل هي ڪتاب، لوڪ گرنٿ مالا سلسلي جو 346 هون ڪتاب آهي. جيڪو ڊاڪٽر لال ماڻي مشرا جو لکيل آهي. هن جو ٻيهرين ڇاپو 1973ع ۾ ڇپيو ۽ ٽيو ڇاپو 2002ع ۾ دهليءَ مان شايع ٿيو ڊاڪٽر مسرا هي ڪتاب هنديءَ ۾ لکيو هو جنهن جو انگريزي ترجمو هند سرڪار ڪرايو آهي. هي باتصوير ڪتاب آهي. هن ۾ ڪل 14 باب آهن. جن جو مختصر تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:

(1) پهرئين باب ۾ ڳائڻ، وڄائڻ، نچڻ ۽ سازن جي جنسن بابت وچور ۽ تفصيل ڏنل آهن.

(2) باب ٻئي ۾ سنگيت ۽ ان سان واسطو رکندڙ موضوعن تي بحث ڪيو ويو آهي.

(3) باب ٽيون تال وديا بابت آهي.

(4) باب چوٿون آوانڌ وديا يعني آواز بابت آهي.

(5) باب پنجون شيشر وديا- يعني ڦوڪ يا هوا وارن سازن بابت آهي.

(6) ڇهون باب گهن وديا- يعني ضرب وارن سازن بابت آهي.

(7) باب ستين ۾ جل ترنگ، گهنگهرو نگ، ڪنس، ترنگ وغيره بابت جاچ ڏنل آهي.

(8) اٺين باب ۾ نون، پراڻن ۽ وچئين زماني جي سازن جي وچ ۾ فرق جو جائزو ورتو ويو آهي.

(9) نائين باب ۾ جديد سازن جي اوسر تي تفصيلي بحث ڪيو ويو آهي.

(10) ڏهين باب ۾ سازن جي بناوت تي بحث ڪيو ويو آهي.

(11) يارهين باب ۾ لوڪ سازن جو تفصيل ڏنو ويو آهي.

(12) ٻارهين باب ۾ جديد سازن جي سنگيتي ويڪر، ٻهڄ ۽ اثر انگيزيءَ بابت لکيو ويو آهي.

(13) تيرهين باب ۾ سازن جي شڪل صورت ۽ ٻيهڪ بابت ٻڌايو ويو آهي.

(14) چوڏهين باب ۾ هندوستاني سازن جي اوسر بابت لکيو ويو آهي.

هي ڪتاب سنگيت ڪلا سان لاڳاپيل ماڻهن لاءِ وڏو ڪارائتو آهي.

**پارت ڪنيا (ڪتاب):** هي ڪتاب ايچ. ايم. سڪرامائيءَ جو لکيل آهي. ڪراؤن سائيز جي هن ڪتاب ۾ 14 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ آنو آهي. ڊرلميٽڪ سوسائٽيءَ هن ڪتاب جو ڇاپو ٻيهرين، امر پرنٽنگ پريس، لاڙڪاڻي مان سال 1936ع ۾ ڇپايو.

**پارت ۾ سنڌي ٻوليءَ جو مستقبل (ڪتاب):** هي ڪتاب اصل ۾ پارت ۾ سنڌي ٻوليءَ جي حيثيت ۽ ان جي بحاليءَ لاءِ هليل تحريڪ جي هڪ تحقيقي رپورٽ تي مشتمل آهي. هن جاچ ڪميٽيءَ جو ڪنوينر ڪيرت ٻاٻاڻي هو. جڏهن ته ڪميٽيءَ ۾ ڪرشن راهي، ارجن شاد،




يونيتي هيرانندائي ۽ ايم سگن آهوجا به شامل هئا. هن ڪتاب ۾ ڀارت ۾ سنڌي ٻوليءَ جي مستقبل بابت ڄاڻ ڏنل آهي. ڀارت ۾ سنڌي ٻوليءَ کي قومي ٻوليءَ جي حيثيت حاصل آهي. سڀ وسيلا به ميسر آهن. پر اتي سنڌي مختلف رياستن ۾ ٽڙيل پکڙيل آهن. تنهنڪري انهن جي ٻوليءَ جو تيئن پٺتي ثقافت ۽ ريتون رسمون مستقل خطري يا تبديليءَ جي عمل ۾ آهن ڀارت ۾ سنڌي ٻوليءَ کي بچائڻ ۽ قائم رکڻ خاطر اتي جي سنڌي اديبن پنهنجي وس آهر تمام وڏي جدوجهد ڪئي آهي. جنهن جي نتيجي ۾ سنڌي ٻولي اتان جي قومي ٻوليءَ جو درجو حاصل ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ ان بابت تفصيلي بحث موجود آهي. هي ڪتابڙو مارئي فائونڊيشن پاران سال 1988ع ۾ ممبئيءَ مان آڪل ڀارت سنڌي ٻولي ۽ ساهت سڀا پاران شايع ٿيو. ڪچي جلد سان 96 صفحن تي مشتمل هن ڪتابڙي جي قيمت 10 رپيا آهي.

**ڀارت ۾ سنڌي ساهت جي سمالوچنا** (ڪتاب): نامياري اديب پروفيسر منگهارام ملڪاڻيءَ جي تنقيدي مضمونن ۽ تبصرن جو مجموعو مشهور اديب ايم. جي. ٽي. "ڀارت ۾ سنڌي ساهت جي سمالوچنا" عنوان سان سهيڙي. ڪرائون سائيز جي 120 صفحن تي مشتمل نئين دنيا پبليڪيشن ممبئيءَ پاران جنوري 1982ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ ڀارت ۾ ڇپيل سنڌي ڪهاڻين مضمونن ۽ ناٽڪن جو تنقيدي جائزو ورتل آهي.

**ڀارت ۾ سنڌي ساهتيه جو مختصر جائزو** (ڪتاب): ناميارا ليکڪ پروفيسر ايم. يو. ملڪاڻيءَ جو ڀارت ۾ سنڌي ادب جي تاريخ متعلق مختصر جائزي تي مشتمل ڪتاب آهي. جيڪو 1980ع ۾ شايع ٿيو. ليکڪ جو "سنڌي نثر جي تاريخ" کان پوءِ هي هڪ اهم ڪتاب آهي.

**ڀارت ۾ ورهاڱي کان پوءِ جون بهترين سنڌي ڪهاڻيون** (ڪتاب): هن عنوان سان چئن جلدن ۾ ڪتاب ڇپيل آهي. جنهن جا چونڊ ڪندڙ ايڊيٽر: (1) گوبند مالهي (2) ڪرشن راهي (3) موهن ڪلپنا. (4) گنو سامتاڻي رهيا. جڏهن ته جنرل ايڊيٽر لعل پشپ رهيو آهي. چار ئي جلد ڪرائون سائيز ۾ آهن. ترتيبوار جلد (1) ۾ 138 صفحا، جلد (2) ۾ 136 صفحا، جلد (3) ۾ 137 صفحا ۽ جلد (4) ۾ 102 صفحا آهن. سال 76-1975ع ۾ هيءَ چار ئي جلد ڇپجي پڌرا ٿيا آهن. هنن چئن جلدن ۾. لعل پشپ جون چار ڪهاڻيون "قرض"، "پڇتاءُ"، "قرض جي درخواست" ۽ "روشنيءَ جو گهر ٿيل ٽڪرو"، موهن ڪلپنا جون "تپسيا"، "پتر جو دشمن" ۽ "هلندڙ بس مان ڪريل ماڻهو" شامل آهن. ٻيا ڪهاڻيڪار سگن آهوجا، ڪيرت ٻاٻاڻي، ڪرشن کٽواڻي، ايشور چندر، ڪلا پرڪاش، ايشور آنچل، آنند کيماڻي ۽ هريش واسواڻي آهن.

**ڀارت ناٽيم** (ناچ): هي ڪلاسيڪي ناچ جو نمونو آهي، جيڪو سڄي ننڍي کنڊ ۾ رائج آهي. پاڪستان، هندوستان، آسام، بنگلاديش ۽ برما ۾ هي ناچ ڪيو وڃي ٿو روايت آهي ته ڀرت منيءَ نالي ناچ جي هڪ ودوان کي برهما طرفان اهو ناچ منتقل ٿيو جنهن "ڀارتيه نتيه شاستر" نالي هڪ پستڪ لکيو جنهن کي "پنجون ويد" ڪري مڃيو وڃي ٿو هي ڪتاب فنون لطيفه ۽ هندو فلسفي جي اوائلي ڪتابن ۾ شمار ٿئي ٿو انهيءَ پستڪ تان ئي ڪرناٽڪي موسيقيءَ جا اصول ورتل آهن. نتيه يا نٽ شاستر جا اصول هڪ رشي آگستيه عام ڪيا، جيڪو ڀرت منيءَ جو شاگرد هو.


ڀارت ناٽيم

آڳاٽن وقتن ۾ ديوداسيون مندرن ۾ هي ناچ نچنديون هيون. ڪيترن ئي قديم آثارن ۽ قديم مندرن ۾ ڀارت ناٽيم جي اصولن موجب ناچ جا چٽ چٽيل ۽ اڪريل مليا آهن. جن ۾ اپسرائون هي سورڳي (بهشتي) ناچ ڪنديون ڏيکاريون ويون آهن. هي ناچ جيئن ته ديوتائن کي راضي رکڻ ۽ پنهنجي من جي اوجر لاءِ ڪيو ويندو هو ان ڪري هي ناچ "ڀڳتي تحريڪ" جو حصو بڻيو. جنهنڪري هندو ڌرم وارن وٽ عبادت جو درجو رکي ٿو.

ڀارت ناٽيم جا ڪل ٽي عنصر آهن:

(1) نرتا (Nirtta): ارس گيان جي موزون تال ۽ لئي ۾ چرپر.

(2) نرتيه (Nirtya): چرپر يا حرڪت جي وسيلي احساس جو اظهار.

(3) نتيا (Natya): ڊرامائي انداز يا قصي ۾ اشارن ذريعي ان جا گڻ ۽ اوصاف ڄاڻا ڪرڻ.

لفظ "ڀارتا" جي ناچ جي حوالي سان معنيٰ هيئن ڪئي وڃي ٿي:

1. ڀا (Bha): معنيٰ ڀاءُ (Bhava) يا احساس جو اظهار. را (Ra) معنيٰ راڳ ۽ تا معنيٰ تال يا لئي علامتي طور هن ناچ کي شِوَ (Shiva) ڏانهن منسوب ڪيو وڃي ٿو. جيڪو آرين کان به اڳ هتان جو مڃيل ديوتا هو. جنهن جي نالي پٺيان سنڌ ۾ سيوهڻ (شِو- واهڻ/ سيوستان) ۽ بلوچستان ۾ سبي (شوي) جا شهر يادگار آهن. چيو وڃي ٿو ته سيوهڻ ۾ شِوَ جو تمام وڏو مندر هو. هن ناچ جي خاص حصي آنند تاندوَم (Anand Tandavam) کي خاص شِوَ جو انگ ڪري مڃيو ۽ منسوب ڪيو وڃي ٿو. شِوَ کي چار


شِوَ جو ڀارت ناٽيم ناچ

پاٺهون ڊيڪاريل آهن. جن مان ساڄي پاسي جي آڱرين ۾ ڊمرو ساز جهليل اٿس، جيڪو تخليق ۽ ابتدائي آواز جو اهڃاڻ مڃيو وڃي ٿو. ٻئي ساڄي هٿ سان ڪيس ڏانهن اشارو ڪندي ڏسيو ويو آهي. ٻئي پاسي يعني کاٻي هٿ ۾ باهه جو شعلو جهليل اٿس، جيڪو روپ بدلجڻ يا روپانتر (Transformation) جو مظهر آهي. ٻئي کاٻي هٿ سان وري ناچ وانگر اشارا ڪندي ڏسيو ويو آهي. سندس کاٻو پير مٿي کڄيل آهي، جيڪو آزاديءَ جو اهڃاڻ ڪري ليکيو وڃي ٿو. جڏهن ته ساڄو پير زمين تي رکيل اٿس، جيڪو برائيءَ ۽ جهالت کي برباد ڪرڻ جو اهڃاڻ آهي.

پارٽ ناٽيم ثقافتي ناچ جو نمونو به آهي، جنهن ۾ سونهن سوڀيا، نزاڪت، ڪوملتا ۽ فطرت جي عڪاسي ملي ٿي. اڄ ڪلهه پوري دنيا ۾ هي ناچ مشهور آهي ۽ مرد ۽ عورتون وڏي تعداد ۾ هي ناچ ڪن ٿا ۽ ڪيترائي ادارا هي ناچ سيکارين ٿا.

اصل ۾ هي ناچ ڏکڻ هندوستان ۾ ڪائنات جي اسرارن کي اشارن ۽ ڪناين ذريعي اظهارڻ جو وسيلو سمجهيو وڃي ٿو.

ارڙهين صدي عيسويءَ ڌاري هي ناچ مندرن مان نڪري پهرين راجائن ۽ مهاراجائن جي دربار ۾ پهتو ته ان جي پاڪائيءَ تي اثر پيو ۽ خود ناچ جي ڪن انگن کي به تبديل ڪيو ويو. جيڪي خالص مذهبي ناچ جا انگ هئا. چو ته داسيون جڏهن ڪنهن اڻ ڏٺي خدا جي آڏو نچنديون هيون ته انهن ۾ تمام گهڻي نهٺائي ۽ نماڻائي هوندي هئي. راجائن جي دربار ۾ اچڻ کان پوءِ ڪافي ناچ جا اهي اصلي رنگ ڇڏائجي ويا.

هن ناچ ۾ ڪي ساز به شامل هوندا آهن جن ۾ طبلو، پکواڄ، سارنگي، مرڊنگ، جهانجهه ۽ هارمونيم وغيره خاص آهن. عوامي سطح تي هن ناچ کي تنجور قدرت نالي رقاص متعارف ڪرايو. هن وقت هن ناچ کي سيکارڻ لاءِ دنيا ۾ ڪيترين ئي منڊليون موجود آهن. اصل ۾ هي ناچ تامل ناڊو ۽ ڪرناٽڪ واري علائقي جو آهي. جيڪو 2000 ق.م کان اتي رائج آهي. سنڌن تصور آهي ته برهما اهو ناچ ڀرت منيءَ کي ڏنو. جنهن نٽيه شاستر نالي ڪتاب ۾ ان کي لکيو. اهو ڪتاب هندوستان جي فنون لطيفه تي اهم ڪتاب ڪري مڃيو وڃي ٿو. هن ناچ نچندڙ ۾ هيٺيون ڏهه خوبيون هجڻ ضروري آهن:

1. جاواها (Jawaha): جسم ۽ جان ۾ ڦڙتيءَ جو هجڻ
2. اسٿرا ٿوم (Sthirathavam): ٽڪ يا اسٿرتا جو هجڻ
3. ريکاچو (Rekhacho): نزاڪت ڀريو انداز
4. برهماري (Brahmari): هڪ پير تي نچڻ مهل پاڻ سنڀالڻ جي سگهه جو هجڻ
5. ڊرشتر (Drishter): جسم کي جهلڪو ڏيڻ/ ڏيارڻ
6. شراماها (Shramaha): سخت محنت جي سگهه
7. ميڌا (Medha): سجاڳ
8. شرڌا (Shraddha): عبادت، ڀڳتي
9. واچو (Vacho): سٺي ڳالهائڻ جو انداز
10. گيتم (Geetum): ڳائڻ ۾ مهارت.

هي ناچ مرد گهٽ ڪندا آهن. ڇو ته عورت جو جسم هن ناچ نچڻ لاءِ نهايت مناسب آهي. پر مرد هي ناچ سيکاريندا ۽ پڙهائيندا آهن.

هن ناچ جي ڌرمي حيثيت هئڻ ڪري سنڌ جي هندن ۾ ڪافي رائج رهيو. هن وقت هي ناچ هڪ فن جي حيثيت ۾ پاڪستان خاص ڪري سنڌ ۾ سکيو ۽ سيکاريو وڃي ٿو. شيما ڪرماڻي ۽ ناهيد صديقي ان ڏس ۾ مشهور آهن.

**پارٽ ورش:** پراڻي مذهبي ادب موجب هي، ڌرتي وڏي سائيز جي هڪ پليٽ آهي، جنهن جي وچ ۾ ميرو پربت واقع آهي. جنهن جي چوڌاري سج، چنڊ ۽ تارا ڦيرا ڏين. ميرو پربت جي چوڌاري چار کنڊ (دوپ) آهن. جيڪي سمنڊن ذريعي ميروءَ جي مرڪزي چوٽيءَ کان جدا ٿيل آهن اهي کنڊ ميروءَ جي سامهون ساموندي ڪنارن تي بيٺل وڻن جي نسبت سان سڏيا ويا. ڏاکڻو کنڊ، جنهن ۾ ماڻهن جي آبادي هئي ۽ 'جمبو' (گلابي صوف) گهڻي تعداد ۾ هئا. تنهنڪري ان کي 'جمبو دوپ' ڪوٺيو ويو. کنڊ جو ڏاکڻو حصو همالي ذريعي الڳ ٿيل هو. تنهن کي 'ڀرت جي پٽن جو ديس' يا 'پارٽ ورش' ڪوٺيو ويو. رڳو پارٽ ورش 9000 يوجن (1 يوجن 4.5 ميل) جي ايراضيءَ تي ڦهليل هو جڏهن ته سمورو 'جمبو دوپ' 33,000 يا ٻين ڪن ذريعن موجب 100,000 يوجن ايراضيءَ تي ڦهليل هو.

ويدن جي دؤر ۾ به هن خطي کي 'پارٽ ورش' ئي سڏيو ويندو هو جيڪو هيٺين کنڊن ۾ ورهايل هو: اندر دوپ، ڪس ڪروموت، تامرورڻ، گڀستي مڻ، ناڳا دوپ، سؤميا، گانڌرو، وارونا. هر هڪ کنڊ تي 'ڀرت' جا پونئر راڄ ڪندا هئا. جيڪي بهادر ۽ سورما هوندا هئا ۽ پاڻ کي ڀرت سڏائيندا هئا. اڳاٽا هندستاني پنهنجي ننڍي کنڊ کي 'جمبو دوپ' يا 'پارٽ ورش' چوندا هئا. هندستان جي موجوده رعيتي حڪومت، 1947ع ۾ انگريزن کان آزادي وٺڻ کان پوءِ پنهنجي ملڪ جو نالو 'پارٽ' اتان کڻي نئين سر جاري آهي. پر عرف عام ۾ 'هندستان' ئي سڏيو ويندو آهي. اهو نالو سنڌو درياهه جي نالي پٺيان پيو آهي. ڇو ته ايراني ڪي 'سنڌو' اچارڻ ۾ ڏکيائي ٿيندي هئي. تنهنڪري اهي ان کي 'هندو' چوندا هئا. ايرانين اهو لفظ يونانين کي منتقل ڪيو. مسلمانن جي فتحن سبب فارسي نالو واپس هندوستان آيو ۽ اتان جي رهاڪن جي پراڻي مذهب پويان ڪين هندو ڪوٺيو ويو. جتي سمورو هندستان اهي، اولاهين درياهه جي نالي پٺيان سڏجڻ ۾ آيو يعني سنڌو مان هندو ۽ هندو مان هندستان.

**پارٽ ۽ پاڪستان (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب ڀارت ۾ رهندڙ مشهور سنڌي اديب ۽ سپريم ڪورٽ آف انڊيا جي ايڊووڪيٽ سرڳواسي رام پنجواڻيءَ جي مضمونن جو مجموعو آهي. جنهن ۾ پارٽ ۽ پاڪستان ۾ لڳندڙ ٽن جنگين، ٻنهي ملڪن جي آئيني جوڙجڪ، پاڪستان ۽ پارٽ ۾ سنڌين ۽ سنڌي ٻوليءَ جي مسئلن بابت مضمون موجود آهن. ڊيمي سائيز جي 200 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 80 روپيا آهي. هيءُ ڪتاب رام امرلعل پنجواڻيءَ ۽ ساوتري ڪوٽومل منسڪاڻيءَ، آگسٽ 1987ع ۾ دهليءَ مان ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**پاروائي، وشنداس:** وشنداس پاروائي، تعلقي ڪوٽڙيءَ جي ڳوٺ "مانجهند" ۾ 1843ع تي ڄائو. سندس پيءُ جو نالو سيٺ نهالچند پاروائي هو. جيڪو "پکن ڌڻيءَ" جي دربار جو هڪ رتن هو ۽ واپاري هئڻ سان گڏ بزرگ ۽ شاعر به هو. سندس ڪيترائي مريد هئا. سکر جو درويش شاعر بچل شاهه به سيٺ نهالچند جو مريد هو. سيٺ وشنداس جون تنديڻ ۾ ڪچهريون پنهنجي باغ "ٻلاس" ۾ ڪيترن مهمنن ۽ پنڊتن سان ٿينديون هيون. هو طبع ۾ وراڳي سبب هن وطن جا وڻ ڇڏي ڳوٺ جليانوالا، ضلعي قصور، پنجاب ۾ ڀڳت گلابداس جي چرنن ۾ پهتو. ٻارهن مهينن کان پوءِ کيس مرشد موڪل ڏني. پاڻ سنگيت جو ڪوڏيو هو. وٽس سنڌ جا مشهور گويا ۽ راڳي ڄڻو خان ۽ سندس پٽ سيتڙو خان هميشه موجود رهندا هئا. تصوف تي ڪتاب لکرايا. جن ۾ مکيه شاعرن جا ڪلام، اردو، پارسي، سنڌي ۽ سرائيڪي ۾ گڏ ڪري مفت ۾ ورهائڻ جو انتظام ڪيائين. قرآن شريف جو ترجمو ڪرائي، مفت ورهايائين. علاوه طره سماج جي سڌاري تي ڪتاب ۽ وشن پرڪاش، وشن گنج، وشن گيان، وشن راڳ، "ڪريما" جو

فارسيءَ مان سنڌيءَ ۾ ترجمو وش سيا وغيره. ڪتاب ڇپرائي مفت ورهايائين ڪيترا اديب سندس ڪشاده دستيءَ مان مستفيد ٿيندا هئا. 1885ع ۾ انڊين نيشنل ڪانگريس جي ٻيا ٿيڻ واري پهرئين اجلاس ۾، بمبئي وڃي شريڪ ٿيو 1906ع جي ڪلڪتي واري اجلاس ۽ 1908ع جي مدراس وارن اجلاس ۽ 1918ع تائين ڪانگريس جي اڪثر اجلاسن ۾ شريڪ ٿيندو رهيو. ضلعي لوڪل بورڊ ڪراچيءَ جو گهڻو عرصو ميمبر رهيو جيستائين جيئرو هو تيستائين تعلقي لوڪل بورڊ ڪوٽڙيءَ جو پريزيڊنٽ رهندو آيو. ڪيس انگريزن جي حڪومت ۾ چڱي ڀيچ هئي. جنهنڪري "راءِ بهادري" جو خطاب مليو هوس. ان جو سڪيو ڪارڻ انگريزن جي ٻولگي ڪرڻ نه هو بلڪ وقت جي آفيسرن طرفان قائم ڪيل عوامي ڀلائيءَ جي ادارن ۾ دل کولي خيرات ڏيندو هو سندس اولاد به ساڳيءَ طرح ملڪ ۽ قوم جي خدمت ڪندو رهيو. سندس فرزند هرچند راءِ جي زندگيءَ جو احوال "رتن جوت" ڪتاب ۾ قلمبند ٿي چڪو آهي. هو والد جي حياتيءَ ۾ ئي وفات ڪري ويو هو سندس پوٽو سيٺ سڪنديو ڪجهه وقت پاڪستان آئين ساز اسيمبليءَ ۾ هو ۽ ڪانگريس هلچل ۾ مکيه ڀهرو وٺندو هئائين. جنهن جو احوال "رتن جوت" ڪتاب ۾ آيل آهي. پلاٽ ڪو وقت سنڌ هندو پنچائت جو مکي هو هي فرشته صفت انسان 7 جنوري 1929ع تي گهڻو وقت بيمار رهڻ بعد 85 ورهين جي ڄمار ۾ لاڏاڻو ڪري ويو.

**پاروڙي:** ٿر جي ننڍي قد واري وڻ. جنهن جي اَن اچي ٿيندي آهي. روڻن هڪڙيون "گليون" سڏجن جن جي اَن صاف اڇي ٿيندي آهي ۽ ٻيون "ڪار ڪنڊيون" هونديون آهن. اڇيءَ اَن مان ٺهيل ڪٽيءَ کي "پاروڙي" چئبو آهي. شاهه صاحب جي هڪ بيت جي سٽ آهي ته:

"پيرم پاروڙيءَ رهي، جنهن ۾ اڇي اَن"

**پاروڙي[2]:** هي ريشمي شال جو هڪ نمونو آهي. هي شال تمام نرم ريشم جي ڪتيل سنهي ڌاڳي مان ناهي ويندي آهي. جا سَسَن (ننڍڙن گهيٽن) تان لاٿي ويندي آهي. شاهه لطيف سر مارئيءَ ۾ چيو آهي ته:

اوءِ نا ڪورين ڪونئري، مٿان اَنُ سَسَن

ٿر جي سمورن پاڳن ويندي راجستان ۾ آباد سانگي لوڪ انهن گهيٽن کي جن تان اها ڪونئري پشم لاٿي ويندي آهي. "تسا" چوندا آهن. سَسن جي نفيس وارن جي سنهي ڌاڳي مان ٺهيل اٺيءَ شال کي پاروڙي چوندا آهن. جيڪا ٻين ٿري ڦيلن سان گڏ ريباري قبيلي جا ماڻهو ڏاڍي شوق سان اوڍيندا آهن. لطيف سائينءَ سُر مارئيءَ ۾ "پاروڙيءَ جي پيرم "لاءِ دعا گهري آهي.

سرتيون دعا ڪجاءِ! ٿيل پيرم پاروڙي رهي

(اي سهيليون! دعا ڪجو ته هن شالَ جي عزت قائم رهي)

**پارو مل امراڻي، سوٿهڙ:** پارو مل ولد ڪانجي مل امراڻي سوٿهڙ 17 فيبروريءَ 1982ع تي ڇيلهار شهر تعلقي ڇاڇري ۾ ڄائو. شروعاتي تعليم، تعلقي ڏيپلي جي ڳوٺ 'ڇڇي



سوٿهڙ' ۾ حاصل ڪرڻ کان پوءِ ثانوي تعليم هاءِ اسڪول مٺيءَ مان حاصل ڪيائين پارو مل امراڻي، لکڻ جي شروعات ذهين ڪلاس ۾ پڙهائيءَ دوران ڪئي 1996ع ڌاري عبرت مئگزين ۾ روس جي ترقي پسند ليکڪ ٽالسٽاءِ جي آتم ڪهاڻي ترجمو ڪري "خوشبو جو موت" جي عنوان سان ڇپايائين. 1997ع ڌاري رفيع عابديءَ جو ڪتاب "تيسري دنيا ڪا ادب" ۽ ڊاڪٽر مبارڪ عليءَ جو ڪتاب "تاريخ ڪي نظريات" ترجمو ڪري روزاني "جاڳو" ۽ روزاني "عبرت" ۾

قسطوار ڇپايائين سندس ڪالم، مضمون ۽ شاعري "عبرت مئگزين"، "هلال مخزن"، روزاني "هلال پاڪستان"، روزاني "پاڪ"، روزاني "دعا"، روزاني "سنڌ" ۽ ماهوار "صبح ٿيندو" ۾ شايع ٿيندا رهيا هي ايم اي سنڌي آهي. موهن ڀڳت آرٽ اڪيڊمي مٺيءَ جو جنرل سيڪريٽري، ڪارونجهر آرٽس ڪائونسل جو خزانچي، سنڌ فنڪار ويلفيئر ٽرسٽ، ٿرپارڪر جو خزانچي ۽ سنڌي ادبي سنگت، ڇيلهار جو ميمبر آهي. سنڌي ادبي سنگت ضلعي ٿرپارڪر جو رابطه سيڪريٽري به رهي چڪو آهي. ٿر جي لوڪ ادب، تاريخ ۽ جديد ادب تي ڪافي ڪم ڪري چڪو آهي ٿر جي لوڪ گيتن تي سندس هڪ مختصر ڪتابڙو "گيت سانوڻ جا من پانوڻ جا" (2004ع) ڇپيل آهي ان کان سواءِ ٿر جي چارڻن جي ٻولن تي "چترٻولي چارڻان" ۽ مشهور لوڪ شاعر ياتڪي داس جي امرڪوٽ بابت ڇپيل دوهن تي مشتمل ڪتاب "عمروٽ چنيسي" ترتيب ڏئي چڪو آهي. ڪيس ٿر جي ثقافتي ۽ لساني جاگرافيءَ جو به سٺو مشاهدو ۽ مطالعو آهي. ايف ايم ريڊيو مٺيءَ تي ياتڪي پروگرام ڪرڻ سان گڏ هڪ سماجي تنظيم 'اسڪوپ' (SCOPE) ۾ پروجيڪٽ ڪوآرڊينيٽر طور ڪم ڪري رهيو آهي. هن تنظيم جي پليٽ فارم تان پارو مل ۽ رحمان لغاريءَ ٿرپارڪر جي اصلي ذاتين: ڀيلن ۽ ڪولهين تي هڪ رپورٽ Indigenous Communities of Tharparkar پڻ تيار ڪئي آهي. پارومل سنڌي صحافت سان پڻ واڳيل رهيو آهي. ٿر ۾ مختلف اخبارن جو نمائندو رهڻ سان گڏ روزاني 'دعا' ۽ روزاني 'سنڌ' اخبارن جو سب ايڊيٽر رهيو آهي ۽ ٿر مان هفتيوار 'ٿر نيوز' اخبارڪڍي ۽ صحافي ننڌلال لوهاڻي سان گڏجي مٺيءَ مان ماهوار 'ٿر مئگزين' جاري ڪيو. پارو مل، شيخ اياز جي شاعريءَ جو ياتڪيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي.

**پاڙوني:** هرلي يا نار جي هڪ حصي جو نالو اها ڪاٺي، جنهن ۾ مهري جي هيٺين چوڙ ڦري. هيٺين مٺي يا ڇوڙ.

**پاري:** هي ماڳ هڪ قديم آثار/ دڙو آهي. جيڪو ڳوٺ پاري، تعلقي روهڙي، ضلعي سکر ۾ "30 '12 °69 اوڀر "50 '32 °27 ڊگرين تي موجود آهي. هي ماڳ وڏس ڳوٺ جي اولهه ۾ 20 ڪلوميٽرن، ڳوٺ سيٺاري کان اولهه ۾ اوائي ڪلوميٽرن ۽ روهڙي شهر کان ڏکڻ- اوڀر ۾ 42 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي آهي. هن دڙي تي ٺڪرائو ڪافي تعداد ۾ پکڙيل آهي. جيڪو سادو، چٽيل ۽ اڪريل نمونن جو آهي. هتان سنڌو تهذيب وارو ڳاڙهي تي ڪاري پٽي وارو ٺڪر مليو آهي. ان کان سواءِ هن ماڳ تان مٽيا، ڪنا، مجسمي جون ننڍڙيون ڳجهيون، ڍڪڻيون، ٻنبيون وغيره هٿ آيون آهن. هن دڙي جي کوٽائيءَ جي سخت ضرورت آهي.

**پاريا:** زال يا عورت. "راڳ" جي ڏند ڪٿا موجب اها راڳڻي جيڪا ڪنهن به راڳ جي عورت (راڳڻيءَ طور) شمار ٿئي. اهو اصطلاح راڳن ۽ راڳڻين بابت آڳاٽي وقت کان رائج آهي. جنهن ۾ جملي راڳن ۽ راڳڻين کي هيٺ ڄاڻايل راڳن ۾ ورهايو ويندو هو:

'راڳ ڀيرو'، 'راڳ مالڪوس'، 'راڳ هنڊول'، 'راڳ ديپڪ'، 'راڳ سري' ۽ 'راڳ ميگهه' انهن مان هر هڪ راڳ ۾ وري ڪيترين ئي راڳڻين شامل آهن.

**پاڙت/پاڙيت:** اها ڳئون يا مينهن، جنهن جو ڦر مري ويو هجي، يا پنهنجي ڦر هوندي به، کير جاري، 'موڙي' يا نوٽي تي ڪير ڏئي ان کي پاڙت يا پاڙيت يعني پاڙي تي مڙندڙ چئبو آهي. جوڳائي مال مان مينهن يا ڳئونءَ کي ڏهائيءَ کان اڳ ڦر کي ڌائڻ لاءِ ڇڏيو ويندو آهي. پر جي اتفاق سان ڦر مري پيو ته اهو جانور ڏهائي ڪرڻ نه ڏيندو آهي. پوءِ اهڙيءَ صورت ۾ ان کي ڳاهه يا ڏارو وغيره ڏئي.

ڏهائي ڪئي ويندي ۽ ان جي اڳيان ’موڙو‘ وغيره رکيو ويندو آهي، جنهن کي ڦر سمجهي چٽيندي آهي.

**پاڙو:** تتر جو هڪ قسم، جيڪو قد جو ننڍو ۽ رنگ جو ميرانجهو ٿيندو آهي. ان جي بدن تي چٽ ٿيندا آهن. نر تتر جي ڳچيءَ ۾ ڪارو ليڪو ٿيندو آهي. هن کي ’پونشٽريو‘ به چوندا آهن.

**ڀاس:** سنسڪرت زبان جا جيڪي مڪمل ناٽڪ مليا آهن، اهي گهڻو ڪري چوٿين صديءَ جي ناٽڪ ڪار ڀاس جا چيا وڃن ٿا. ڪرهناڪارن جو چوڻ آهي ته اهي ڪاليداس (پنجين عيسوي صدي) جي وقت کان اڳ جا آهن. جيتوڻيڪ سڀ ان ڳالهه تي متفق ته آهن ڀاس جي مليل ناٽڪن مان 13 ناٽڪ معياري آهن. جن مان: ’سوپن واسوِدَتا‘ (The vision of Vasavadatta واسوِدت جو سپنو) ۽ ’پرتي جڳيا ڳنڌرايڻ‘ (Yaugandharayanas' Vows ڳنڌرايڻ جو سوڳند) اهم آهن.

ڀاس رزميه ڪهاڻين جي آڌار تي ڪافي تعداد ۾ ساڌا ۽ سٺا ننڍا ناٽڪ به لکيا هئا. هن وقت سنسڪرت- ناٽڪ جي شاگردن کي تعارف طور گهڻو ڪري ڀاس جا ناٽڪ ئي پاڙهيا ويندا آهن. شورمن جي جذبات چٽڻ ۽ سندن ڪردارن کي انفراديت بخشڻ ۾ ڀاس کي خاص مهارت حاصل هئي. هُن ڪافي ڀيرا رنگ منچ تي تشدد جي عمل کي ناٽڪ ۾ پيش ڪرڻ جي نظرئي جي قاعدن جي ڀڃڪڙي به ڪئي هئي.

**ڀاسڪر آچاريه:** هندستان جي وچ واري دور جي رياضيدانن ۾ ڀاسڪر آچاريه جو نالو اهم آهي. هُو 1114ع ۾ بيجاپور ۾ ڄائو هو ۽ ذهن ورهين جي ڄمار ۾ اُتان جي مشهور رياضي دان ۽ جوتش جي علم جي ماهر سداچاري، گنوان ۽ ڌرماتما شخص، مهيشور ڀٽ جو وچي شاگرد ٿيو جنهن ڪان هن علم رياضي ۽ جوتش ۾ مهارت حاصل ڪئي ۽ ’بيجا گڻيتا‘ (رياضي)، ’سِڌانتَ سرومڻي‘ (علم جيوتش) ۽ ’ليلاوتي‘ (الجبرا) نالي سان سنسڪرت زبان ۾ منظوم ڪتاب لکيا.

ڀاسڪر آچاريه جي باري ۾ چيو وڃي ٿو ته هُو تفاوتي ڪٿ- جوڙ جي اصولن (Principles of Differential Calculus) جو ماهر هو. رياضيءَ ۾ ٻڙي (Zero) جي اهميت ۽ لامحدوديت (Infinity) کي مجيل رياضيدان به نه سمجهي سگهيا هئا. پر هندستان جي وچ واري دور جي رياضيدانن اُن کي مڪمل طور سمجهيو. اوائلي دور جي رياضيدانن اهو سمجهيو ته X/0=X. پر ڀاسڪر آچاريا اهو ثابت ڪيو ته اهو لامحدوديت آهي. هُن رياضيءَ جي فارمولي ذريعي اهو ثابت ڪيو ته لامحدوديت کي جيڪڏهن ونڊيو به وڃي ته به اُها لامحدوديت ئي رهندي. جنهن کي هن ريت ظاهر ڪري سگهجي ٿو 00/X=00

ڊاڪٽر اسپاٽس وُڊ (Dr. Spottiswood) مطابق ”ڪِن به ٻن شين کي ڀيٽڻ لاءِ اهو فارمولو ۽ اُن کي ظاهر ڪرڻ جو طريقو هڪ مضبوط مشابهت (Analogy) آهي ۽ سائنسدانن جي اڪثريت. اِن طريقيڪار مان. زمان توڙي مڪان جي لحاظ کان گهڻو ڪجهه سکندي ۽ لاڀ پرائيندي.“ ڀاسڪر جي رياضيءَ بابت لکيل ڪتاب ”ليلاوتي“ جو فارسيءَ ۾ ترجمو فيضيءَ ڪيو ۽ انگريزيءَ ۾ ڊاڪٽر ٽيلر ۽ ڪولبر ڪيو آهي.

ڀاسڪر آچاريه جي ڪتاب ”ليلاوتي“ جي پس منظر ۾ سندس زندگيءَ جي هڪ عجيب ۽ دلچسپ ڪهاڻي آهي. هُو جڏهن پنهنجي اُستاد مهيشور ڀٽ جي آشرم ۾ زير تعليم هو ته سندس ڌيءَ ليلاوتي به ساڳئي موضوع ۾ پنهنجي پيءُ جي شاگرد هئي. تعليم دوران ليلاوتي ڀاسڪر ۾ دلچسپي وٺڻ لڳي. پر هُو پنهنجي اُستاد جي ڌيءَ کي ڀيڻ جي حيثيت ڏيندو هو. جڏهن ليلاوتيءَ جي والدين کيس شاديءَ جي آڇ ڪئي ته هُن ٻنهي انڪار ڪري ڇڏيو ۽ چيائين ته اهو ناممڪن آهي. ڇو ته گُروءَ جي ڌيءَ منهنجي ڀيڻ آهي.“ سندس انڪار ڪرڻ تي ليلاوتي قسم کاڌو ته هوءَ زندگيءَ ڀر شادي نه ڪندي. ڀاسڪر کيس ائين ڪرڻ کان روڪيو. پر هوءَ پنهنجي هوڙ تي قائم رهي. ڀاسڪر جي تعليم پوري ٿي چڪي هئي. ان ڪري وڏيڪ ابياس ڪرڻ لاءِ هُو پنهنجي اُستاد جو آشرم ڇڏي هليو ويو. جڏهن ڪافي عرصو گذري ويو ته ڀاسڪر رياضيءَ جي سڀاڻت تي پنهنجي ڪيل پورهئي جي تصنيف ’ليلاوتي‘ ڪئي پنهنجي اُستاد جي در تي آيو ته اُستاد جو ته ديهانت ٿي چڪو هو ۽ ليلاوتي اَسي (80) سالن جي پوڙهي ٿي چڪي هئي. ليلاوتيءَ جڏهن در کوليو ته ڏٺائين ته سندس ئي عمر جيڏو هڪ جهور پوڙهو در تي بيٺو آهي. هوءَ ڀهرين نظر ۾ کيس سڃاڻي نه سگهي. پر هُن جڏهن ڪپڙي ۾ ويڙهيل ڪتاب ڪڍي سندس سامهون رکيو ته اُن تي لکيل ’ليلاوتي‘ پڙهي کيس سڃاڻي ويئي ته سامهون بيٺل شخص پير ڪو نه. پر سندس ئي ننڍپڻ جي محبت جو پيڪر ڀاسڪر هو. هوءَ ڏانهن ڪري سندس ڇاتيءَ سان وڃي لڳي ۽ چيائين: ”منهنجي دل جا ديوتا“. موت ۾ ڀاسڪر جي واتان نڪتو: ”منهنجي پيئا! تنهنجي محبت، تنهنجي وڇوڙي، موں کان هيءُ ڪتاب لکرايو آهي. ليلا!“ ائين سندن بي نام محبت، دنيا کي اهو ڪتاب ڏنو.

**ڀاشاني، عبدالحميد خان:** مولانا عبدالحميد خان ڀاشاني بنگلاديش جو بزرگ سياستدان. سراج گنج (پٽنا) ۾ 1880ع ڌاري پيدا ٿيو. هن جاگيرداري نظام ۽ سرمائيداريءَ خلاف وڏيهي جنگ جوٽي. هي خلافت تحريڪ، ڪانگريس، مسلم ليگ، عوامي ليگ ۽ پوءِ نيشنل عوامي پارٽيءَ ۾ شامل رهيو. انگريزن جي خلاف ننڍي کنڊ جي تقريباً سڀني تحريڪن ۾ حصو ورتائين.



پاڪستان قائم ٿيڻ کان اڳ هن آسام ۾ تبليغ اسلام لاءِ زور شور سان حصو ورتو ۽ جميعة العلماءِ هند جي شاخ به کوليائين. انگريزيءَ ۾ ”آسام هيرالڊ“ ۽ بنگاليءَ ۾ ”مجاهد“ نالي سان اخبارون شايع ڪيائين. بنگال ۾ مولانا محمد علي، مولانا شوڪت علي، مولانا حسرت موهاني ۽ علامه اقبال سان گڏجي يادگار يونيورسٽي مسلمه ڪاليج جو قيام مولانا صاحب جو وڏو ڪارنامو هو. هو آسام اسيمبليءَ جو ميمبر رهڻ ڪري مسلم ليگ جو صدر به رهيو ۽ هارين جي تحريڪ جي اڳواڻي به ڪيائين. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ سڀني تحريڪن کي هڪ جاءِ تي گڏڻ ۽ مسلم ليگ سان ملائڻ لاءِ تمام گهڻي جدوجهد ڪيائين. مولانا صاحب اسلامي يونيورسٽيءَ جي ٺهڻ ۾ تمام گهڻو حصو ورتو. هن پنهنجي سياسي جدوجهد دوران 22 سال جيل ۾ گذاريا. آخر دل جو دورو پوڻ سبب 17 نومبر 1976ع تي ڍاڪا ۾ گذاري ويو.

**پاڳ:** هڪ ذات جو نالو جيڪي ’سومرن‘ حاڪمن جا فقير رهيا آهن. سومرن جا ’پاڳ‘ ۽ سمن جا ’ڀان‘ فقير مشهور هئا. پاڳ فقيرن جو ڪم ”سومرن“ جون

پيڙهين ۽ ٻاڙا ٻار رکڻ هوندو هو. هي گهڻو ڪري شجرا پاڻ وٽ لکي ڇڏيندا هئا. مثال طور: ڪنهن 'سومري' کي معلومات وٺڻي هوندي ته هو سومرن جي ڪهڙي نک ۽ ڪهڙي ٻاڙي مان آهي ۽ سندس پيڙهي، جو سلسلو ڪيئن آهي؛ ته ان لاءِ انهي، ٻاڙي جي باري ۾ "پاڳ" فقير کان پڇيو هو. جيڪو کين انهي ڏاڏي کان وٺي سڄي پيڙهي، جو سلسلو ٻڌائيندو هو. عام طور تي پاڳ فقير، شادي مراديءَ ۾ يا سال ۾ هڪ ڀيرو "موڪا" وٺندا هئا.

سنڌيءَ ۾ قسمت کي به پاڳ چيو ويندو آهي. هي سنسڪرت جي لفظ 'ڀاڳيه' مان نڪتل آهي. جنهن جي ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، لغت ۾ معنيٰ بخت، نصيب، قسمت، طالع ۽ تقدير ڏني آهي.

**پاڳ پاڻ:** يعني اهي پاڻ جن جو ٻاڙو "پاڳ" آهي: اهي سومرن جا پاڻ، جيڪي سومرن جا شجرا رکندا ۽ سنڌن ڳالهيون ڪندا هئا. انهن مان آدم ۽ بيا ڳوٺ شير خان چانڊيي لڳ ڏڙيلي، تعلقي ساماري، ضلعي عمرڪوٽ ۾ رهندا هئا. پاڳن پاڻن جو هڪ گهر ڪڇ ۾ "سومرن جي غار واري مقام" تي به آهي. اهي محمد فقير وڏي جي اولاد مان هئا. جيڪو سنڌ مان سومرن جون سامون ابڙي جا ڙيجي وٽ وٺي ويو هو. سومرن جو شجرو رکڻو محمد فقير جي اولاد وٽ رهيو. محمد جو پٽ حسين هو.

**پاڳ پري** (Putrajiva Roseburghi): هي پسار ڪو وڻ آهي. جنهن کي اردو ۽ هنديءَ ۾ جياپوتا، گجراتيءَ ۾ پترجيوڪ چوندا آهن. وچولي قد جو هي سدا بهار وڻ، هنگوٽ جي وڻ وانگر ٿيندو آهي. ان جون ٽاريون ٻديل ۽ پن ڪارڻ مائل ساوا ٿيندا آهن. هي وڻ ننڍن ڇڳن جي صورت ۾ گل ڪندو آهي. جيڪي ٻُجون مهيني ڏاري نمورين وانگر ٿيندا آهن. هي، اڪثر اتر پرديش ۽ پنجاب ۾ ٿئي ٿو. هن جي ٻجن جي مالها ناهي پوڄا پاٺ مهل پائيندا آهن. اڳاٽي زماني ۾ ويد هن جا ٻج سنڌ ڙالن ۽ مردن کي انهي، خيال کان استعمال ڪرائيندا هئا ته انهن جو مغز کائڻ سان اولاد ٿئي ٿو انهي، نسبت سان سنڌيءَ ۾ هن جو نالو "پاڳ پري" رکيو ويو. ساڳو لوڪ هن جي ڳِلن جون مالهائون پائيندا آهن سنڌن عقيدو آهي ته انهن کي پائڻ سان هو بيمارين کان محفوظ رهندا.

**پاڳ پري**[2]: سنڌ ۾ عام طرح نيائين تي پاڳيري نالو رکيو ويندو آهي پنجاب جي مشهور عوامي ۽ صوفي شاعر وارث شاهه جي محبوبا جو نالو به "پاڳيري" هو.

**پاڳت** (ذات): لفظ پاڳت جي معنيٰ آهي "پوڄاري". هي سنسڪرت جو لفظ آهي. هن ذات جا اڪثر ماڻهو گوشت ۽ شراب کان پرهيز ڪندا هئا. هي جيئن جيئن عمر رسيدا ٿيندا هئا. تيئن تيئن مذهبي ريتن رسمن ڏانهن وڌيڪ ڌيان ڏيندا هئا. هندن جي هن ذات وارا ڳجهيءَ ۾ ڪتنا پائي ديوي ماتا جي پوڄا ڪندا آهن. هنن جو واسطو شڪتي ديويءَ جي پوڄا سان آهي. هي سمورا ويشنو (Vegeterian) ناهن جيئن عام طور تصور ڪيو ويندو آهي پر هي گوسائينءَ جا معجينڌا آهن. ڪي پاڳت گوشت به واپرائين پر شراب کان پرهيز ڪن. هندوستان جي اولهه وارن پرڳڻن ۾ رهندڙ ڪانگڙا جي ديوي باجيسريءَ کي پوڄين ٿا. باجيسري جو مندر محمود غزنوي ۽ فيروزشاهه تغلق تباهه ڪيو هو. جوالا مکي ضلعي جي جوالا مکي شهر ۾ باجيسري جو مندر مشهور آهي. اهو ئي سنڌن مرڪز آهي. هن ذات جا ڪي فرد سڄي زندگي گوسائينءَ جي نالي مجرد (چڙها) تي گذاريندا آهن. هي ديوي باجيسريءَ جي نالي ورت (روزا) به رکن ۽ پنهنجو پاڻ ارپي ڇڏين. ديويءَ جا پوتر ڏينهن جيٺ مهيني جون پهريون 9 چنڊ جون تاريخون آهن. انهن تاريخن تي هي ماڻهو مذهبي رسمون ادا ڪندا آهن ۽ اتي مان ڏيهل ڏيئا ٻاريندا آهن. جڏهن برهمڻ 'ديوي پٺ' پڙهندو آهي ته هي سجدي ۾ هوندا آهن. ڪن موقعن تي هي ماڻهو ڪنوارين ڇوڪرين ۾ ڪتملڙا ۽ مِلو پٽ

ورهائيندا آهن. 1901ع جي آدمشماريءَ موجب هندوستان ۾ هن قبيلي جا فقط 485 ماڻهو بچيا هئا.

**پاڳت**[2]: سنڌ ۾ رهندڙ پاڳت ذات جا ماڻهو گهڻو ڪري مسلمان جت آهن. جيڪي جيو وجي ٿو ته پنجاب کان اچي هتي آباد ٿيا آهن. لاڙڪاڻي ضلعي ۾ هنن جا ڪجهه ڳوٺ آهن. هن ذات مان ڪيترا نامور ماڻهو ٿي گذريا آهن. جن مان هڪ اياز پاڳت مشهور اديب آهي. پاڳت ڪلهوڙن جي دور ۾ وڏي اهميت رکندا هئا.

**پاڳت فقير:** پاڳت فقير عرف فريد پاڳت، ميان نصير محمد ڪلهوڙي جو اعتماد وارو شخص ۽ پنهنجي دور جو وڏو بهادر ۽ اعليٰ صفتن جو مالڪ هو. جڏهن ميان صاحب پنهنجي طاقت کي وڌائڻ شروع ڪيو ته فريد پاڳت کي حڪم ڪيائين ته درياهه جي پٺي ڪناري وارو علائقو حاصل ڪري. فريد پاڳت سندس حڪم جي بجا آوري ڪندي پهرين موري جو مڪان هٿ ڪيو. جيڪو شهر بعد ۾ مورو سڏجڻ لڳو ۽ هن وقت ضلعي نوشهري فيروز جو اهم شهر آهي.

**پاڳچنداڻي، رام نولراءِ 'گيان':** پاڳچنداڻي رام نولراءِ 12 ڊسمبر 1922ع تي ڄڪ ضلعي سکر ۾ ڄائو. مضمون نگار، ناٽڪ نويس ۽ ترجمي نگار جي حيثيت سان مشهوري حاصل ڪيائين. سندس ترجمو ڪيل ۽ ڇپيل ڪتابن ۾ (1) پڳت ۽ پڳوان (2) اينشدن جو سنديش (3) هي ٿن ڪنهن جو ۽ (4) جاڳ اي انسان وغيره شامل آهن. شڪارپور مان نڪرندڙ 'سنڌو' رسالي ۾ هن جا ڪيترائي ليک شايع ٿيل آهن. هن جا ڪجهه ڪتاب گجراتيءَ مان سنڌيءَ ۾ به ترجمو ٿيل ملن ٿا. رام نولراءِ ماهوار رسالن "گلستان" ۽ ساليانى رسالي "هنس" جو ايڊيٽر به رهيو. سندس ناٽڪ ۽ بيون رچنائون آل انڊيا ريڊيو تان به نشر ٿيل آهن. ورهاڱي کان پوءِ وطن جا وڻ ڇڏي احمد آباد (ڀارت) ۾ رهائش اختيار ڪيائين.

**پاڳچند پنجابي** (ڳائڪ): ڳڙهي ياسين ضلعي شڪارپور جي مشهور صوفي ڳائڪ شري جادو داس جي گهر ۾ 5 مئي 1937ع تي ڄائو. هو ڏهن سالن جو اسڪولي شاگرد هو ته وطن جي ورهاڱي سبب سنڌ جا وڻ ڇڏي هند ۾ وڃي آباد ٿيو. بي اي ۽ بي ايڊ پاس ڪرڻ بعد سنڌو ايجوڪيشن سوسائٽيءَ جي هاءِ اسڪول ۾ مقبول عام استاد ٿي رهيو ۽ 33 سالن جي تعليمي خدمتن بعد رٽائر ڪيائين. پاڳچند جي ڳلي ۾ ميناج هو ۽ سريلو ڳائڪ هو. پنهنجي ڳائڪيءَ ۽ ترنم سان سنڌي عوام کي جهومائيندو رهيو



آهي. سنڌي فنڪارن ۾ ڪيس اها اهميت حاصل رهي ته هن ڳنڌرو مها وديالي مان "سنگيت وشارد" جي سند حاصل ڪري. ڪلاسيڪل ڄاڻ حاصل ڪئي ۽ رم جهم ميوزيڪل پارٽيءَ جي نالي هيٺ ڀارت جا ڪيترا سنڌي نگر ۽ بستيون گهميو. رم جهم پارٽيءَ جي مکيه ڪلاڪار مهاراشٽرين هيمر لتا ڪي هن ئي سنڌي ڳائڪا بڻائي ڇڏيو. جنهن جي قدردانن ۾ سائين جيوڻ گهوٽ ۽ نالي وارو شاعر ارجن سڪايل به اچي وڃن ٿا. هن جوڙيءَ خوب محفلون مچايون. پاڳچند کي قدردانيءَ طور گولڊ ميڊل به مليل آهي.

**پاڳڏهه:** تعلقي شاهه بندر ۾ هڪ ديهه جو نالو

**پاڳلو ولي:** تعلقي عمرڪوٽ جي ديهه "ٻهڙائي ٿر" ۾ 'ٻيرن جي ترائيءَ' کان مشين پاسي پٽن ۾ اڳاٽي دور جو هڪ بزرگ آرامي آهي. جيڪو پاڳلي وليءَ (درويش) جي نالي سان مشهور آهي. آسپاس جا چارڻ ۽ ٻيون ذاتيون هن

درويش جون بيحد معتقد آهن. هن جون ڪرامتون علائقي جي ماڻهن ۾ مشهور آهن جن تي ويساهه وسوڙا ماڻهو اعتماد ڪندا آهن. بزرگ جي اصليت بابت وڌيڪ ڄاڻ نه ٿي ملي.

**پاڳنا:** ضلعي دادوءَ جي تعلقي ميهڙ ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:
’باريا‘، ’طالب هاليپوٽو‘، ’خان پٽي‘ ۽ ’گهنور خان رند‘.

**پاڳناڙي:** سنڌ جي هڪ اڳوڻي رياست، جيڪا هن وقت بلوچستان جي حدن ۾ آهي ۽ 1025ع ڌاري سنڌ جو حصو هئي. هن وقت بلوچستان ۾ موجوده قلات ضلعي ۾ ”پاڳ“ ڳوٺ جي نالي سان موجود آهي، جيڪو ناڙي نئن تي آباد آهي. مير اسماعيل خان جو پوٽو بحير پٽ بيزن سال 1000هه/ 1529ع ۾ لڏي اچي پاڳناڙيءَ ويٺو. ڪڇ (ڪڇي) گنداوا ۾ فقط ٻه نديون آهن: هڪ ’ناڙي‘ ۽ ٻي ’ڪوهي‘. ’ناڙي‘ نئن سبيءَ جي اتر اولهه وارن ٻهاڙن مان نڪري ٿي. مٺڙي، ايري، حاجي، ٻڊا، پاڳ، نصير آباد، پلال، منجهس ڪندوه ۽ ٽنبو ڳوٺن وٽان لنگهي، ٽنبو ڳوٺ وٽ واريءَ ۽ جهنگ اندر غائب ٿيو وڃي. هن نئن ۾ مينهن وسڻ وقت تمام گهڻو پاڻي هوندو آهي. ڪوهي نئن بولان مائڙيءَ وٽان وهي ٿي، جيڪا ڪوهي، خانپور، مهيسر ۽ پڳٽي نالي ڳوٺن وٽان ور وڪڙ کائيندي وڃي ٿي. پڳٽيءَ وٽ ان جي ڪناري کي پوک لاءِ ٻڪر ڪيو ويو آهي. جيئن نه ناڙي نئن ’پاڳ‘ علائقي کي به سيراب ڪري ٿي. تهنڪري هن ڳوٺ کي ’پاڳناڙي‘ جي نالي سان سڏيندا آهن. پاڳناڙيءَ مان لڏي آيل هندن توڙي مسلمانن کي ’پاڳي‘ يا ’ناڙيوال‘ سڏيو ويندو آهي.

پاڳناڙيءَ جو جهنگلي مال نهايت پلو ٿيندو آهي. خاص ڪري پاڳناڙيءَ جو ڳانئو نسل مشهور آهي ۽ اهو سنڌ ۾ تمام گهڻو پسند ڪيو ويندو آهي. سبيءَ واري ساليانه ميلي ۾ اڪثر پاڳناڙي نسل جا ڏاند انعام کٽندا آهن. جيئن ته پاڳناڙيءَ جو علائقو خشڪ ۽ سخت گرم آهي، انهيءَ ڪري هن نسل جي جانورن ۾ سخت گرميءَ ۽ خشڪي سهڻ جو مادو تمام گهڻو هوندو آهي. هن نسل جا ڍڳا مضبوط، سخت، قدآور، نهايت چست، تيز رفتار ۽ جسم ۾ پريل ٿيندا آهن. جنهنڪري ڳري هر ۽ بار لاءِ تمام سٺا ٿين ٿا. انهيءَ ڪري هن نسل جي ڍڳن جي تمام گهڻي گهرج رهندي آهي. هن نسل جو رنگ سفيد ۽ سائو ٿئي ٿو. ان جي ڳچيءَ، ڪلهي ۽ ٽنگن جو رنگ ڪجهه گهرو ڪارائڻ مائل ۽ منهن ويڪرو، اکيون پوريون، پورن روشن ۽ پنبڻ ڪارا ٿيندا آهن. ان جا ڪن وچولا ۽ ويڪرا لڙڪندڙ ٿيندا آهن. سنڌن سڱ نرم ۽ مٿاڇئن کان 5 انچ ڊگها ٿين ٿا ۽ اهي سڱ سنها ۽ اٽڪل 8 انچ ڊگها ٿين. هنن ڍڳن جو ڪنڌ ٿلهو، مضبوط ۽ ڪاڻي گوشت پريل هوندو آهي. هنن جي ڪوهان وچولي، ڇاتي هيٺان جهالر ٿلهي ۽ ٽنڊي لٿي ٿي. سنڌن ٽنگون مضبوط ٿين. پويون ٽنگون ڪشاديون ۽ گوشت واريون، کروچولا ۽ گولائي تي ٿين. پلي سڌي ۽ پيچ سنهو ٿئي ۽ ڪچ (Hock) کان هيٺ تائين پهچي ٿو ۽ چيڙي تي ڪارن وارن جو چڳو ٿيندو آهي. هن نسل جي ڳئون کير گهٽ ڏئي ٿي.

**پاڳناڙي مندر:** ڪراچيءَ (ملير) جي ڪڪري گرائونڊ ۽ دادا متيش جي سامهون هڪ وڏي علائقي ۾ موجود پاڳناڙي مندر هڪ پر رونق ماڳ هو جيڪو هاڻي رونق ڇڏي ويو آهي. هتي ڌرم شالا به هوندي هئي. هي ڪراچيءَ جو قديم مندر آهي. هي مندر پنگ هندو ويلفيئر جي انتظام هيٺ هلندڙ آهي. ڌرم شالا ۽ مندر جي گهڻي حصي تي هن وقت ڪجهه ڌرين قبضو ڪري دڪان ۽ گهر به ٺاهرايا آهن. مندر جي هڪ حصي تي پاڪ انٽرنيشنل ٽرانسپورٽ جي آفيس آهي. صرف پوڄا پاٺ واري جاءِ بچيل آهي. باقي خوبصورت حصي تي قبضو ڪري هن مندر جي سونهن کي ڇيهو رسايو ويو آهي. مندر جو اندريون ڏيک تمام وڻندڙ ۽ صاف سٿرو آهي.

**پاڳوپانَ:** سنگيت ۽ راڳنيتيءَ جو وڏو ڄاڻو. پاڳوپان سومرن جي دور ۾ اٽڪل 13 صديءَ جي آخر ڌاري ڄاڻو سنڌس وڏا ابتدا کان ئي سنڌ جي راڄائي درٻارن سان لاڳاپيل رهيا ۽ وفادار ۽ بااعتماد هئڻ ڪري سفارت، سڱابنديءَ ۽ سياسي مامرن لاءِ مشهور هوندا هئا. پاڳوپان، سومرن حاڪمن جو سٽ پيڙهيو گهر ڄاڻو پان هو. 14 صدي عيسويءَ ۾ علاؤالدين خلجيءَ جڏهن گجرات کان اچي سومرن جي مرڪز وڳهه ڪوٽ تي وار ڪيو ته تمام گهڻي رتوڇاڻ ٿي. پاڳوپان انهيءَ سانحي تي دودل وير (دودي بهادر) جي شان ۾ ”پرٿوي راڄ راسا“ جي نموني تي ”دودل راسو“ ڳايو جيڪو هڪ وڏو جنگي داستان آهي. سنڌس اهو ”راسو“ (جنگنامو) سنڌيءَ ۾ لوڪ ورثي اسلام آباد ”دودي چنيسر جو داستان“ جي نالي سان ڇپايو آهي. ڪن محققن جو گمان آهي ته پاڳوپان انهيءَ داستان کي اڌورو ڇڏيو هو ۽ بعد ۾ سنڌس پٽن ان داستان کي پورو ڪيو هو. سنڌس ڳاهن ۽ سنڌس پٽن جي ڳاهن ۾ سنڌو ڪلهڻ ذڪيو آهي. اهو ڪيڏارو چوڏهين ۽ پندرهين صديءَ تائين سنڌ جا ڀٽ عام ڳائيندا رهيا. پوءِ سورهين صديءَ کان ڳائجڻ گهٽجي ويو.

جيئن وڃي ٿو ته پاڳوپان جي پيڙهيءَ مان ڪي پان اڃا تائين موجود آهن. جن وٽ سمن ۽ سومرن جون پيڙهيون لکيل آهن. پاڳوپان جون جوڙيل ”ڳاهون“ سومرا دور جي سنڌي ادب جو وڏو سرمايو آهن. پاڳوپان جي ڳايل ڳاهن (دودي جي داستان) کي ويهين صديءَ جي آخر تائين ڪتيانن ۽ توان جتوئيءَ طرف جا ڪي ڀٽ/منگهڻهار ڳائيندا رهيا آهن.

**پاڳوت پراڻ:** ’پراڻ‘ لفظ جي لغوي معنيٰ ’پراڻو‘ يا ’قديم‘ آهي. پراڻ هندو ڌرم جا مقدس گرنٿ آهن. اهو هڪ قسم جو ديومالائي ادب آهي جيڪو رزميه نظمن کان گهڻو پوءِ مرتب ٿيو. ڪي پراڻ منظوم آهن ته ڪي وري مڪالماتي ۽ نثري شڪل ۾ آهن. ڪل ارڙهن پراڻ ڄاڻا وڃن ٿا، جن کان سواءِ ڪجهه ننڍا يعني ”اپ پراڻ“ پڻ آهن. جن پراڻن ۾ سَتوَ يعني سچائيءَ کي اوليت آهي، اهي هي آهن: (1) وشنو پراڻ (2) نارديا پراڻ (3) پاڳوت پراڻ (4) گرڙ پراڻ (5) پدم پراڻ ۽ (6) وراهه پراڻ.

وشنو پراڻ ۾ وشنو ديوتا جي اهميت آهي. جن پُراڻن ۾ ڏڪ يا اڻ ڄاڻائيءَ جو



پاڳوت پراڻ

ذڪر آهي، اهي هي آهن: (1) متسيہ (2) ڪُورما (3) لِنگ (4) شِو (5) اسڪندَ ۽ (6) اگني. اهي سڀ شِو ديوتا سان منسوب آهن. اهي پراڻ جن ۾ رَجَسَ يعني خواهشن جو بيان آهي ۽ برهما سان منسوب آهن، سي آهن: (1) برهما (2) برهمانڊ (3) برهما وئوورات (4) مارڪنڊيہ (5) ڀوِشيہ ۽ (6) وامن.

پراڻ ان دؤر ۾ مرتب ڪيا ويا، جڏهن هندو مت ۾ مختلف فرقا، جهڙوڪ: وشنومت، شومت وغيره واضح شڪل اختيار ڪري چڪا هئا. هڪ لحاظ کان ان ڪري ٿي انهن ۾ ”سومرن جي پوڄا“ جو تصور بلڪل نمايان نظر اچي ٿو.

**پاڳو ديرو:** ضلعي نوشهري فيروز، تعلقي ڪنڊياري ۾ هن نالي سان ٻه ديهون پاڳو ديرو-1 ۽ پاڳو ديرو-2 موجود آهن جن ۾ جدا جدا ڳوٺ شامل آهن:

پاڳو ديري-1 ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: محراب، عبدالله لاکو، مراد شهاڻي، سبب ابڙو، بهرام ڳوپانگ، رحيمداد سيال، صالح ماڇي، ظفر آباد، دين پور عرف انيت پور ۽ ميران سيال.

پاڳو ديري-2 ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: ڳوپانگ، عثمان، هاشم سيال، بخشل ملاح ۽ پاڳو ديرو.



**پاڳي:** سنڌي ۽ مارواڙي لوڪ گيتن جي ڪوئل طور مشهور مائي ڀاڳيءَ جو جنم ونهيل فقير ۽ مائي خديجه عرف ڪسي مائيءَ جي گهر ۾، ڏيپلي ۾ 1920ع ڌاري ٿيو. پنهنجي ماءُ سان گڏ ٻاراڻي وهيءَ ۾ ڍاٽڪي، مارواڙي ۽ سنڌي لوڪ گيت ۽ سهرا ڳائڻ شروع ڪيائين. ان حساب سان راڳ ۾ سندس پهريان استاد پيءُ ۽ ماءُ رهيا. پيءُ کان راڳ جي باقاعدي تربيت ورتائين. هوءَ والد، استاد محمد جمن ۽ استاد حسين فقير کان متاثر هئي. پندرهن سالن جي عمر ۾ سندس شادي ٿي وئي ۽ ان بعد ملڪ ۾ وڃي آباد ٿي. مائي ڀاڳيءَ جي آواز ۾ قدرتي سوز سمايل هو ۽ هن سوين لوڪ گيت ڳايا، جن مان ڪجهه رڪارڊ ٿي سگهيا. سندس ڳايل لوڪ گيتن مان جيڪي ڏاڍا مشهور ٿيا، تن ۾: (1) پٽ جا پٽائي، پٽ تي وسني نون، منهنجون تو پچايون، (2) سمن سائين مان ته ڳولي غلام تنهنجي در جي، متيون پرينديس من سين، دليون پرينديس دل سين، (3) ڪڙي نيم ڪي نيچي، هون تو هيڪلي، (4) ايئي جرملي رو بلالي سين پيار، (5) ٿارن مان ترندي اچي، لوڙهن مان لڙهندي اچي، او دل پاروچل پاروچل پئي ڪري، (6) مونکي جوڳي هٿي ڏي وارو، منهنجو ڪانگل آهي قرب وارو، وغيره شامل آهن.

مائي ڀاڳيءَ جو فنڪاره طور تعارف پهريون ڀيرو 1967ع ۾ پالوا ۾ مارئيءَ جي ميلي جي موقعي تي ٿيو. جيڪو مير محمد بخش ٽالپر جي ڪوششن سان لڳايو ويو هو. چانڊوڪيءَ رات ۾ پالوا جي پٽن ۾ جڏهن مائي ڀاڳيءَ جي ڳايل لوڪ گيت "ٿارن مان ترندي اچي، لهرن مان لڙهندي اچي، او دل، پاروچل پاروچل پئي ڪري" جا آلاپ پٽن ۾ پرڻ لڳا ته ٻڌندڙ ان جي منڊ ۾ منڊجي ويا. مائي ڀاڳي اڳتي هلي ريڊيو حيدرآباد تي متعارف ٿي. کيس پاڪستان ٽيليويزن تي محترم عبدالڪريم بلوچ متعارف ڪرايو. جتي هن سڀ کان اڳ هڪ مارواڙي گيت "ڪڙي نيم ڪي نيچي، هون تان هيڪلي" رڪارڊ ڪرايو. مائي ڀاڳيءَ جي فن جي مڃتا سنڌ ۽ پاڪستان جي حدن کان ٽپي ڀارت ۽ دنيا تائين پهتي. هن جو 'ڪڙي نيم ڪي نيچي' وارو ڪلام ڳائي ڏينا ڏاتيءَ وڏي شهرت ماڻي. آل انڊيا ريڊيو جي سنڌي سروس تان اڄ تائين سندس ڳايل لوڪ گيت نشر ٿيندا رهن ٿا. پاڪستان جي اڳوڻي وزيراعظم شهيد ذوالفقار علي ڀٽي سندس قدرداني ڪندي، کيس 60 ايڪڙ زمين انعام طور ڏني هئي پر هن غريب عورت جي اها زمين غريبيءَ جي نذر ٿي وئي ۽ سندس حالت "اڳين ۽ ڄاڙهين، ڏٺ ڏهاڙي سومرا" واري ساڳي رهي. مائي ڀاڳيءَ مارواڙي، ڍاٽڪي، گجراتي، هندي، سرائڪي ۽ سنڌيءَ ۾ هزارين لوڪ گيت ڳايا. ان کان سواءِ هن شاهه لطيف، پڳت ڪبير، منٺار فقير، حمل فقير ۽ ٻين صوفي شاعرن کي به ڳايو آهي. مائي ڀاڳيءَ جي سنڌ جي ماڻهن وڏي قدر شناسي ڪندي، ساڻس ڪيترين ئي رهاڻيون ملهايون. کيس خراج تحسين پيش ڪيو ۽ سندس تاج پوشي پڻ ڪئي. مائي ڀاڳيءَ کي تمغه حسن ڪارڪردگي، مارئي اوارڊ، شاهه لطيف اوارڊ، ٿر ڪوئل اوارڊ، سڄل اوارڊ ۽ ٻيا ڪيترائي اوارڊ به مليا. مائي ڀاڳيءَ پڇاڙيءَ واري عمر جو گهڻو حصو ڪاري رنگ جي بيماريءَ ۾ گذاريو ۽ 65 سالن جي ڄمار ۾ 7 جولاءِ 1986ع ۾ نئين ڪوٽ ريلوي اسٽيشن لڳ وفات ڪيائين. جتي سندس نالي سان "مائي ڀاڳي ڪالوني" موجود آهي. مائي ڀاڳي مهراڻي جي مير راضي شاهه گهوٽ جي تاريخي قبرستان ۾ آرامي آهي. سندس اولاد مان سندس پٽ ڪالو فقير، ڌيءَ مائي سوني ۽ پوٽو برڪت فقير پڻ اڄڪلهه لوڪ گيت ڳائين ٿا ۽ شهرت رکن ٿا.

**پاڳي/ پاڳيا:** سنڌي هندن جي هڪ ذات جو نالو. ڀارت ۾ رهندڙ سنڌي ليکڪ ۽ فنڪار سنتوش ڳاگو مل پاڳيا ۽ ٻئي عاقل جو رهواسي اديب ۽ سماجي ورڪر ايس. جي پاڳيا پڻ هن ذات سان تعلق رکن ٿا.

**پاڳيا:** چوپايو مال ڌاريندڙ خوشحال، پاڳ وارا. خوش نصيب اڳاٽي تصور مطابق 'مالدار' ۽ 'ڌنوان' اهو آهي، جنهن وٽ چوپائي مال جو ڌڻ هجي. 'مال' ۽ 'ڌڻ' شاهوڪاريءَ جي معنيٰ ۾ اڳاٽي دور جي نشاني آهن. جڏهن انسان زراعت سان گڏ مال ڌارڻ شروع ڪيو ۽ انهن جي گهڻائي 'پاڳ' جي نشاني سمجهي وئي. چوپايو مال هميشه وڌندڙ آهي جيڪو قدرتي چراگاهه مان قوت ڪري، ڏئيءَ کي ڌڻ/ ڌن وڌائي ڏيندو آهي. جوڙي مان به ٿيندا. ٻن مان ٻارهن ۽ پنجن منجهان پندرهن ٿيندا آهن. سڄو پچو ڌن اهوئي آهي، جيڪو وڌي ۽ ويجهي ته پاڳيا اهي ماڻهو آهن، جن جو گذران پنهنجي مال تي هوندو آهي. هو رڍن، ٻڪرين، ڳئن، مينهن جا ڌڻ ۽ اٺن جا وڳ ڌاريندا آهن. هنن مان ڪيترا مال جي چاري لاءِ هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ تي گهمندا رهندا آهن ۽ ڪين مالوند ۽ سانگي به چوندا آهن. سنڌن مال مان کير ۽ مکڻ کان سواءِ اُن ۽ ڏاس جي به ڪافي پيدائش ٿيندي آهي. پاڳين وٽ هر قسم جو مال موجود هوندو آهي. ٻڪريءَ کان وٺي گهوڙي ۽ اٺ تائين. ٻئي هر طبقي جو هنرمند ڪُٽي وڃي، پر پاڳيو سدائين ساڳو هوندو آهي. چوڻي آهي ته "پاڳين جا پاڻ سدائين پريل هوندا آهن". اها چوڻي نهايت ئي معنيٰ واري آهي. (وضاحت لاءِ ڏسو: "پهاڪا ۽ چوڻيون").

**پاڳيا، سنتوش ڳاگو مل:** هي فنڪار ۽ قلمڪار 4 ڊسمبر 1940ع ۾ ڪراچيءَ ۾ ڄائو. تعليم ميٽرڪ تائين حاصل ڪيائين. هن اداڪار طور ڪيترن ئي اسٽيج ناٽڪن ۽ آل انڊيا ريڊيو تان 35 کن ريڊيو ناٽڪن ۾ حصو ورتو جن ۾ "شرط"، "عمر مارئي"، "جڏهن پٽني پيهي وئي" ۽ "چريتر هيڻ" شامل آهن. ان کان سواءِ هُن ڪجهه سنڌي ناٽڪن جهڙوڪ: "بابا مان هاڻي شادي ڪندس" ۽ "مون کي شرم ٿو اچي" جو ٻين ٻولين ۾ ترجمو پڻ ڪيو. هو سٺو راڳي ۽ بانسري وڄائيندڙ آهي. هن 40 کان وڌيڪ گيتن جون ڌنون ترتيب ڏنيون آهن. هن وقت احمدآباد (ڀارت) ۾ رهي ٿو.

**پاڳين جو مددگار** (ڪتاب): هي ڪتاب سيد زين العابدين شاهه جو لکيل آهي. جنهن ۾ پاڳين/مالوندن لاءِ ڪارائتيون ڳالهيون درج آهن. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 71 صفحا ۽ ان جي قيمت هڪ رپيو آهي. ليکڪ هي ڪتاب ضلعي پريس، حيدرآباد مان سال 1941ع ۾ ڇپايو هو.

**پاڳيو** (Dairyman): اهڙو شخص جيڪو ڊيريءَ جي ڍورن جي سنڀال ڪري. هي اصطلاح مختلف هنڌن تي ڌار ڌار ڪتب ايندو آهي. ڪن هنڌن تي ڊيريءَ جي ڏوڏيءَ لاءِ ڪتب اچي ٿو ۽ ڪٿي ڊيريءَ ۾ مکڻ يا پنير پيدا ڪرڻ واري کي سڏيو وڃي ٿو جڏهن ته ٻين هنڌن تي وري ڳئوار (Cowman) يا ڌنار

(Herdsman) جي معنيٰ سان ميل ڪائينڊز اصطلاحن طور استعمال ٿئي ٿو. پاڳيو، مالوند شخص کي به چيو ويندو آهي.

**پال**: ٿاڻي بولاخان ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'بروهي'، 'رحيم داد عاقلاڻي'، 'ملنگ پوٽا'، 'پاندي عاقلاڻي'، 'مگيلدو'، 'علي بخش لاڙاڻي'، 'غازي گبول لاڙاڻي'، 'يعقوب پرلي'، 'بجايو گبول'، 'ابراهيم عاقلاڻي'، 'محمد گبول' ۽ 'جمالي'.

**پالاٽو**: تعلقي نوشهري فيروز ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**پالنّي**: تعلقي شاهبندر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**پالو**: هي عام ۽ سادو جنگي هٿيار آهي. ڪاٺ جي لٺ وانگر ڊگهو ٿئي ٿو. جنهن جو مٿيون نوڪدار هوندو آهي. جنهن کي ڦر چوندا آهن. اها نوڪ گهڻو ڪري ٽامي ۽ لوهه جي ٺهيل هوندي آهي. هن کي ٻه لکڻ يعني ٻه ڌارون به هونديون آهن. جنهن ڌاتوءَ جي به ناهي لڳائبي آهي. هن جي جهنب تکي ٿئي ٿي. جنهن شيءِ کي لڳندي، ان کي ڦاڙي وجهندي آهي. هن هٿيار جو ذڪر شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ پنهنجي شاعريءَ ۾ به ڪيو آهي:

هڻ پالا، وڙهه پاڪرين، آڏي ڍال ۾ ڍار،
مشان تيغ ترار، مار ته متارو ٿئين.

**پالوا**: هي هڪ قديم ڳوٺ ننگرپارڪر تعلقي جي ديهه 'ڏيڏوريءَ' ۾ آباد آهي. جيڪو ننگرپارڪر کان 24 ميل اتر طرف، واريءَ واري علائقي ۾ آهي. هڪ روايت موجب مارئي هتي جائي هئي. پالوا ڳوٺ کان هڪ ڪلوميٽر کن اوبر طرف مارئيءَ جو کوهه ۽ پٿر جي ڪونڊي به موجود آهي. جنهن متعلق روايت آهي ته مارئي ان کوهه مان پاڻي ڪڍي ڪونڊيءَ ۾ وجهندي هئي ۽ ڇيلن کي پياريندي هئي. هن وقت کوهه جا ڪنارا پڪا ڪري ڪاٺ جي ٻيلڻ جي جاءِ تي لوهي گرڙ لڳايا ويا آهن ۽ ڪونڊيءَ کي پڪي ٺلهي سان گڏ سيمينٽ جون درزون ڀري ملايو ويو آهي. جنهنڪري کوهه ۽ ڪونڊيءَ جي اصليت ختم ٿي وئي آهي. هن ڳوٺ ۾ پرائمري اسڪول موجود آهي. هن ڳوٺ ۾ خاصخيلي ڀيل ۽ ميگهواڙ ذاتيون آباد آهن. هتي پهريون دفعو 6 مارچ 1967ع تي مير حاجي محمد بخش خان ٽالپر سابق وائيس چيئرمين ڊسٽرڪٽ ڪائونسل ٿرپارڪر ۽ سابق ايم. پي. اي جي ڪوشش سان 'مارئيءَ جو ميلو' لڳو ۽ ٻيو پيرو 10 مارچ 1968ع تي ساڳيو ميلو لڳو. انهن ميلن ۾ ادبي ڪانفرنس، ملاڪڙي، سئنيما ۽ بجليءَ جو بندوبست ڪيو ويو هو. مارئيءَ جو ميلو تازو ڪجهه سالن کان بيهر ثقافت کاتي حڪومت سنڌ جي ڪوشش سان مئي ۾ پالوا ۾ منعقد ٿيندو رهندو آهي. هن ميلي ۾ ٿر جي گهور هڻن جو جڳرواپار هلندو آهي. مٺيءَ کان ننگرپارڪر تائين رستي ٺهڻ کان پوءِ وڌي سهولت ٿي وئي آهي. سياح ۽ عام ماڻهو وسڪاري جي رُت ۾ هن تاريخي هنڌ کي ڏسڻ لاءِ گهڻي تعداد ۾ ايندا آهن.

**پان**: هڪ ذات جو نالو. سنڌ جي اڳاڻن ميراثي فقيرن جي برادري. جن جو خاص پيشو ڪيرتون ڪرڻ ۽ دان وٺڻ هو. سنڌ جي مشهور پاڙا 'آمناڻي'، 'چنڊيا'، 'هريا'، 'موتيا'، 'ليلا'، 'ٽالا'، 'چناڻي' ۽ 'جُني پار' آهن. جون ٿا ته 'جُني پار' پاڙي مان اُهن فقير' ٿيو. جنهن 'چامر اتڙ' سمي کان دان ورتو. پاڳويان سومرن جي دور جو عوامي شاعر ٿي گذريو آهي.

**پاناٽو**: 'پاناٽي' جو پوٺو چامر ڏاڏاڻي درڳاهه کان اتر اولهه طرف سنجهوري ۽ نوابشاهه تعلقن جي حد ۾ پکڙيل هو. جتي جا رهواسي گوٺرا ذات جا مشهور آهن. پاناٽيءَ جو پوٺو يا پٽ پاڻيءَ جي اڻاٺ کان مشهور آهي. هڪ دفعي پير حزب الله شاهه پاڳارو پاناٽيءَ جي پوٺي مان اچي لنگهيو. ساڻس هڪ پير امير به گڏ هو. جنهن کي سخت اُڃ لڳي ۽ پير صاحب کيس پنهنجو پاڻي گهراڻي پياريو. پوءِ ان امير پير صاحب کان پڇيو ته "ساڻين اوهان جو اڃو به فقير آهي جو هن ٻرپٽ ۾ اوهان جي دعوت ڪري." پير صاحب فرمايو ته "ها، خاصخيلي (وڏي وريام ڏانهن اشارو) آهي." پير صاحب جي حڪم تي پوءِ وريام خاصخيليءَ ان ٻرپٽ ۾ سڄي جماعت جي شاندار دعوت ڪري ڏيکاري. مشهور شاعر خليفي نبي بخش به پنهنجي شاعريءَ ۾ 'پاناٽي' جو ذڪر هن ريت ڪيو آهي:

"تڙ مڙيئي ڌار ٿيا، پريو پاناٽو".

**پانيرا**: هي هڪ پراڻو قديم شهر هو. مير علي شير قانع ٺٽويءَ کان روايت آهي ته "دلوراءِ بادشاهه اروڙ جي تباهيءَ کانپوءِ پانيرا شهر ۾ آباد ٿيو. دلوراءِ کي ڇٽي نالي هڪ پاڙهو هو جيڪو ننديڻ ۾ ٿي مسلمان ٿي چڪو هو. هن جي ماڻهن گهڻيون ڪوششون ڪيون ته هن کي مسلمان ٿيڻ ته ڏين. پر اهي سڀ ناڪام ٿيا. ڇٽو پانيرا مان حج تي ويو. اتي هڪ عورت کي قرآن پڙهندي ٻڌي بيهي رهيو. عورت پڇيس ته ڇو بيٺو آهين؟ ڇٽي وراڻيو قرآن شريف ٻڌڻ لاءِ ۽ جيڪڏهن مهرباني ڪري مون کي به قرآن پاڪ پڙهڻ سيکارين ته آءٌ تنهنجو غلام ٿي رهندس. عورت چيس ته منهنجي استاد هڪ ٽينگري آهي. جيڪڏهن تون ڇوڪرين جو لباس پائي هلين ته آءٌ تو کي اتي وٺي هلان. اهڙي طرح ڇٽو انهيءَ ٽينگريءَ وٽ قرآن پاڪ پڙهڻ لڳو. جيڪا نجوم جي علم ۾ به ڏاڍي ماهر هئي. هڪ ڏينهن ڇٽي انهي قاري ٽينگر کي چيو ته جڏهن تو کي ٻين جو حال معلوم ٿي سگهي ٿو ته ضرور پنهنجي حال کان به واقف هونديءَ. اهو ٻڌي ٽينگريءَ پنهنجي طالع تي نظر ڪري چيو ته منهنجي شادي سنڌ جي رهاڪوءَ سان ٿيندي. ڇٽي پڇيو ڪڏهن؟ وراڻيءَ ۾ چيائين ته عنقريب. وري چيائين ته اهو ماڻهو ڪٿي آهي؟ قاري ٽينگر جواب ڏنو ته اهو ماڻهو تون آهين. جڏهن ڇٽي جو حال پڌرو ٿيو ته ان ٽينگر چيس ته هتان هليو وڃ ۽ منهنجي ماڻهن سان ڳالهائي مون سان نڪاح ڪر. ٿوري وقت کان پوءِ ڇٽي جو اُن ڇوڪريءَ سان نڪاح ٿي ويو.

ڇٽو ڪجهه وقت کان پوءِ وطن وريو ۽ پانيرا ۾ اچي رهڻ لڳو. دلوراءِ ظالم جو دستور هو ته جيڪا به ڇوڪري نئين پرڻبي هئي، تنهن کي بدنيتيءَ جي خيال سان زبردستي گهرائي پوءِ واپس اُماڻيندو هو ۽ اهو ئي ڪم دلوراءِ پنهنجي پاڄائي (ان نيڪ ٽينگريءَ) ڇٽي جي زال سان ڪرڻ چاهيو. پر ڇٽي پنهنجي گهر واريءَ کي بچائي ورتو ۽ پوءِ انهي ڇوڪريءَ جي بد دعا سبب پانيرا جو شهر عذاب ۾ مبتلا ٿي غرق ٿي ويو. اهو حال ڏسي دلوراءِ توبهه ڪئي ۽ مسلمان ٿيو. اڳتي هلي دلوراءِ پنهنجي ڌيءَ جو سڱ سيد علي بن عباس کي ڏنو."

**پانيرواهه**: تحفته الڪرام ۾ مير علي شير قانع لکي ٿو ته "راجا دلوراءِ جي زماني ۾ پانيرواهه جي پرءِ ۾ نانيا يا نائون نالي پانڊڻ جي گهر ۾ سسئيءَ جنم ورتو. اهو برهمڻ منڌر نالي پنهنجي زال سان گڏ برهمڻ آباد (پانيرواهه) ۾ رهندو هو. هي ٻئي زال مڙس اولاد، خصوصاً پٽ جا طالب هئا. ٿوري وقت کانپوءِ انهن کي هڪ ڌيءَ ڄائي. جيڪا تمام گهڻي حسين هئي. پوءِ جڏهن ان خوبصورت نياڻيءَ جو طالع ڏسڻ سان معلوم ٿيو ته هن جي شادي هڪ مسلمان سان ٿيندي. ته ان خفتي سبب انهن سسئيءَ کي هڪ صندوق ۾ رکي پانيرواهه ۾ رکي لوڙهي ڇڏيو. اهو صندوق ڀنڀور شهر ۾ اچي ڪناري سان لڳي. ڀنڀور ۾ منهيا (جنهن کي لار ۾ سڏيائون) نالي هڪ ڌوٻي رهندو هو. جنهن جا پنج ستر شاگرد هئا. پر اولاد نه هئس. اهو صندوق انهي ڌوٻيءَ کي هٿ لڳي. اهڙيءَ طرح اهو ڌوٻي ۽ ان جي زال سسئيءَ کي الله طرفان نعمت سمجهي پنهنجي اولاد وانگر پالڻ لڳا." (وڌيڪ ڏسندا: سسئي پنهون)

**پانيوري**: تعلقي نوشهري ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ 8 ڳوٺ آباد آهن. هن تي 'پنيرا' ذات جي ڪري اهو نالو پيو هيءَ ديهه اسٽيشن پڊعيدن کان ويندي براڻي پڊعيدن تائين ڏکڻ ۾ پکڙيل آهي. هن نالي سان ڳوٺ حمل نالي پنيري ٻڌرايو هو. هن وقت هتي پنيرا، ماڇي، انصاري ۽ راڄپر رهن ٿا. هن ڳوٺ جي آبادي هزار کن آهي. هن ديهه ۾ ٻيا هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: 'پونگر ماڇي'، 'رستم لاشاري'، 'گاهڻ لاشاري'، 'خميسر ماڇي'، 'توڪر پلال'، 'عبدالحڪيم خاصخيلي'. هتي لاشاري ۽ راڄپر به رهن ٿا.

**پانيري جاگير:** تعلقي ٽنڊي محمد خان ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پنيرن جو ڳوٺ، حاجي محمد سومر لغاري، خدابخش ڪوس، مراد علي لغاري، چاڪر جمالي، ڪولهي ڳوٺ، رڪيو جرول، محمد سليمان لغاري ۽ ولي محمد لغاري.

**پانڌارُ/پانڌارو:** ٿلها جار يا وڏي ڪوٺي، جنهن روزمره جي استعمال لاءِ سيڌو سامان رکجي. مثلاً: اَن، اٽو، هنڌ تيئن تجارتي وکر، سوداگريءَ جو سامان وغيره انبار خانو، گدام، توشاخانو وغيره.

**پانڌارو:** ننڍا ٻار گرهيل مٽيءَ مان کٽڙو ٺاهي، آليءَ حالت ۾ اوندو ڪري پٽ تي زور سان هڻندا آهن. ته اُن مان ٺڪاءُ نڪرندو آهي. اُن کٽڙي کي به 'پانڌارو' چيو ويندو آهي.

**پانڌاري/ پنڌاري:** پانڌاري يا پانڌار، توشاخاني جو سنڀاليندڙ جيڪو وري يا ضرورت مطابق اناج وغيره ڏئي ڀهاڪو آهي ته:

"ٽڪي ڏاڪان جهولي ڦاٽي پانڌار جي"

**پانڌاري/ پنڌالڙي:** پئسن ڪٺا ڪرڻ لاءِ مٽيءَ مان ٺهيل هڪ قسم جي ڪُلٽي يا پٽ ۾ ٺهيل جاري. پنگالڙي، پانڌاري يا پنڌالڙي ٻن قسمن جي ٿيندي آهي. گهر جي ڪنهن ڪُنڊ ۾ مٽيءَ مان ننڍڙو جارو ٺاهيو آهي. جنهن ۾ ريزگاري يا بچت وارا پئسا وجهبا آهن. ان کي "ڪُلٽي" به چوندا آهن ته "ڳگهه" به. ٻيو قسم ٺڪر جي ٿيي جهڙو هوندو آهي. جنهن ۾ پئسن



پانڌاري / پنڌالڙي

وجهڻ لاءِ سوراخ ٺهيل هوندو آهي. ان کي 'پانڌاري' يا 'پنڌالڙي' چوندا آهن. هن وقت گهڻن مان 'ڪُلٽي' جو رواج ختم ٿي ويو آهي. پر ننڍن شهرن ۽ ڳوٺن ۾ اڪثر ٻار پانڌاري خريد ڪري، ان ۾ سڪا وغيره جمع ڪندا آهن. اتر سنڌ ۾ ان کي "پانڌارو" به چون.

**پانڌاري، پير ڪرهيو:** سنڌ جي سرزمين تي هر دؤر ۾ الله وارا بزرگ، درويش ۽ نيڪ ٻانها پيدا ٿيندا رهيا آهن. پير شيخ ڪرهيو پانڌاري به انهن مان هڪ ٿي گذريو آهي. سندس نالي سان ڳوٺ شيخ ڪرهيو پانڌاري، سومرن جي تخت گاهه رويا ماڙيءَ پرسان اڄ به موجود آهي. ٻين بزرگن وانگر هن فقير سان به ڪيترين ئي روايتون منسوب آهن. ڳوٺ جو عالم فاضل استاد، عبدالرحيم شيخ، لوڪ روايتن آڌار پير شيخ ڪرهيي پانڌاريءَ جو احوال هن ريت ٻڌايو آهي: "هيءُ بزرگ ضلعي ٺٽي کان هتي

آيو. سندس والد جو نالو چنچل شاهه هو. شيخ ڪرهيو ڳالهائيندو ڪو نه هو. هميشه خاموش ۽ عبادت ۾ مشغول رهندو هو. ٻاراڻي ۾ ست ڀائر هئا. ڀائرن سوچيو ته ڪو طريقو ڪجي جيئن سندن ڀاءُ ڳالهائڻ شروع ڪري. هڪ ڏينهن سڀئي ڀائر گڏجي شڪار ڪرڻ لاءِ نڪتا. شڪار ڪندي ڪندي اهي هالوڪي جوءِ ۾ اچي نڪتا. اوچتو تيز ٻوليو ته ڀائرن مان ڪنهن ڏک هئي ان کي ڪيرائي وڌو. تڏهن شيخ ڪرهيي فرمايو ته "ڳالهائين نه ها ته چو مرين ها." تنهن تي سندس چپ جو روزو ٽوڙڻ يعني ڳالهائڻ بعد شيخ ڪرهيو پانڌاري گهوڙي تان هيٺ لهي ڪريو ۽ گذاري ويو. ان کان پوءِ کيس شيخ ڪريو يا ڪرهيو سڏيو ويو."

هن ڳوٺ سان واسطو رکندڙ مشهور اديب ۽ محقق شيخ محمد سومار، پنهنجي ڪتاب "لاڙ جا ماڳ مڪان" ۾ لکي ٿو ته هي ڳوٺ ڪنهن وقت شهر ۾ هو هيٺر رڳو کنڊر جي صورت ۾ موجود آهي. درگاهه کان ٻن ميلن ڏکڻ سهڻي واري ڏڙي کان ڳچي ڏوري جو وهڪرو ڏکڻ طرف وهي ٿو برهميت ۽ ساڻيوهه ڏنڊون هن ڳوٺ سان لڳ ڀڳ ڏهه ميل تي ٻيهن انهيءَ لحاظ کان اهو پراڻو تاريخي ڳوٺ ڳچي ڏوري جي ڪنڌيءَ تي آهي. هيءُ ڳوٺ اڳي "مرڪان جو ڳوٺ" سڏبو هو پوءِ پٺي شيخ ٿيا ته سندن ڳوٺ سندن مرشد پير شيخ ڪرهيي پانڌاريءَ جي نالي سان سڏيو ويو. مذڪوره بزرگ سومرن جي ڏينهن ۾ وصال ڪيو. سندس مقبرو غلام شاهه ڪلهوڙي تعمير ڪرايو ۽ هن درگاهه کي "شاهه ڪُرهه" جي نالي سان ياد ڪيائين. هتي ڪجهه عرصو ٻاڙ رهيو ۽ پنهنجي لاءِ ڪوٽ به ٺهرايو هئائين. هتي جا شيخ مشهور معروف پٺي رهيا آهن. ڪرهيي جي شيخن جا ٽي وڏا پاڙا آهن جهڙوڪ: "گهمناڻي"، "رمضاني" ۽ "پناڻڪي". مرڪان شيخڻ ۽ شيخ الهيجايو هن علائقي جا مشهور بزرگ ۽ شاعر ٿي گذريا آهن. هن درگاهه تي سال به سال پوهه مهيني جي پهرين سومار تي ميلو لڳندو آهي. هن ڳوٺ کان اوڀر ۾ ٻن ميلن تي پراڻ جو وهڪرو آهي. هن ڳوٺ کان پوءِ ڳلو ڏورو موجوده رڻ مان وهي وڃي ڪوري نار ۾ پوندو هو. جنهن جا هيٺر رڳو نشان وڃي رهيا آهن. شيخ ڪرهيي پانڌاريءَ بابت هڪ ٻي لوڪ روايت مطابق: "هيءُ بزرگ ڪير وڻڻ لاءِ ڪشتو ڪٽي اوڙي



پير ڪرهيي جي مزار تي مريد دعا گهرندي

ٻاڙي ۾ ويو. پر کيس ڪٿان به ڪير نه مليس. فقط هڪڙي ٻُڍڙهي مائيءَ کيس سڏ ڪري لاڳ گهريو ڪير ڏنو. درويش ڏاڍو خوش ٿيو. پوءِ هن ان ٻُڍڙهي مائيءَ کي دعا ڪئي ۽ مشورو ڏنو ته هو پنهنجو مال ڀهرائي سير يعني

مال جي قدرتي جاري واري ايراضي، ڏاڍهن روانو ڪري ڇڏي باقي جن ٻاڙي وارن ڪيس ڪير نہ ڏنو آهي. انهن جو مال ويٺو ٿي رهندو. درويش ڪير ڪلي پنهنجي مڪان تي آيو سچ بہ مٿي چڙهي آيو پر ڪرڙي مائي، ڪان سواءِ پٺي ڪنهن جو مال ڪو نہ ڀريو ۽ وڻاڻ پر اتي جو اتي ئي ويٺو رهيو. پيچا ڳاڇا تي ڪين پوڙهي مائي، ڪان سچو قصو معلوم ٿيو ان تي سيئي ياڳيا پڇندا درويش جي آسڻ تي آيا ۽ ڪيس عرض ڪيائون تہ سائين مديون معاف ڪريو تہ اسان جو مال ڀهري سيمر پر چرڻ لاءِ وڃي. ان تي درويش فرمايو تہ سوا ڪوري يا پنج آنا في وڄ ۽ في ڇوڪرو سوا روپيو جهنڊ لهرائڻي باقاعدگي، سان ادا ڪندا رهجو اهو شرط مڃڻ ڪان پوءِ درويش جي دعا سان مال ڀهري سيمر پر چرڻ لڳو اڄ بہ شيخ ڪرهيي جا مريد منڊرا، سوڍا، راڄڙ، لاڪا ۽ شيخ وغيره هتي اچي پنهنجي نينگرن جي جهنڊ لهرائين ٿا. (درگاهہ تي وار ڪترائڻ کي جهنڊ لهرائڻ چئبو آهي).

هڪ اندازي مطابق هي ڳوٺ 300 سالن ڪان آباد آهي. ويجهي ماضيءَ ۾ ڳوٺ ابوڙو شيخ، صالح شيخ، الهڏنو منڊرو، ويڙو منڊرو، ٻڪريو راڄڙ، مينڊرو خاصخيلي "واوڙ". علو راڄڙ، عبدالله منڊرو، نانو سوڍو ڳوٺ، الهہ بخش شيخ، سائين ڏنو شيخ ۽ راڻو شيخ ۽ ٻيا ڪيترائي ڳوٺ هئا. جن جا رهواسي بعد ۾ شيخ ڪرهيي ۾ اچي رهيا. هيءُ ڳوٺ ديهہ ٻتيجي تعلقي ۽ ضلعي بدين ۾ اڄ بہ موجود آهي. ڳوٺ واسين جو چوڻ آهي تہ ديهہ ٻتيجي اڳ ۾ صرف شيخن جي هوندي هئي، پر بعد ۾ ڪجهہ زمين ٻيءَ ذات وارن ماڻهن کي وڪرو ڪري ڏني وئي. درگاهہ جي اڳڻ ۾ پنجاهہ فوٽ وڳهي کاتي کنل آهي. جنهن بابت چيو وڃي ٿو تہ اها کڏ ڪان هوڙن وسيلي سمنڊ جي ڪناري آندي وئي. اتان وري درگاهہ جي ٻهاريدار "آري ٻاٽري، اڪيلي سرڪلهي تي کڻي اچي اڳڻ ۾ لڳائي. اهو قديمي نشان اڄ بہ موجود آهي. درگاهہ جا متولي يا مجاور شيخن جي ٽن پاڙن مان مخصوص وقت لاءِ چونڊيا رهن ٿا. "ڪهنائي"، "پنائڪي" ۽ "رمضانڪي" پاڙا ۾ فيصلو ڪري ڪنهن هڪ ماڻهوءَ کي طئي ٿيل عرصي لاءِ واري واري سان مجاور مقرر ڪن ٿا. هن وقت آدم شيخ درگاهہ جو متولي آهي. هن ڳوٺ جي ڏکڻ ۾ واڻ پير ۽ زيرو پوائنٽ، اولهہ ۾ سهڻي، جو ڏڙو ۽ عربي سمنڊ، اوڀر ۾ روپا ماڙي ۽ ماڻڊر گهاڙ جو پوڄڙ ۽ اتر طرف ديهہ ساٽيوهہ آهي. هن درگاهہ جا مريد ڪڇ ڀڄ ۽ جاتي تعلقي ۾ رهندڪ آهن. شيخ فقير هاٿي بہ مريدن ڪان ڏن وصول ڪن ٿا. اڌ صدي اڳ سمنڊ جون ويرون هيستائين تہ پهچنديون هيون. زمينون آباد هيون. مقامي ماڻهن جو چوڻ آهي تہ هتي انب ۽ ڏاڙهونءَ جا وڻ بہ هئا. ان ڪان سواءِ پير، چار ۽ لئي بہ ٿيندي هئي. پر هاڻي ڪجهہ جاريون ۽ ڪي پير وڃي بچيا آهن. باقي زمين لوڻياٺي ٿي وئي. زمينون ڪلر ۽ لوڻ سبب تباهہ ٿي ويون آهن. ساوڪ ۽ ساوڻ گاهہ ۽ ٻنين جي زرخيزي بہ اڳي جهڙي نہ رهي آهي. درگاهہ تي سماع جي رسم شروع ڪان ٿيندي پئي اچي. سومر جي رات ۽ ڏينهن شيخ فقير سماع ڪندا آهن. ٻاهہ ٻاري وڏو مچ ڪري ان تي الله جو ذڪر ڪندا آهن. ڪهڙو اڳ دف بہ وڄائيندا هئا. وار ڪولي ٻاهہ ٻاري "الله آلر" جو ذڪر ڪندا مچ جي چوطرف ڦرندا رهندا هئا. هن وقت درگاهہ تي ڪي بہ سهولتون نہ آهن. پيو تہ نهيو بجاءِ بند بہ ڪونهي. جنهنڪري سمنڊ جون ويرون ٻنا ڪنهن جهل جي سڄي ڳوٺ کي لهرن ۾ لوڙهينديون رهن ٿيون. بدين ضلعي جو مشهور ۽ معروف اديب شيخ محمد سومار هن ڳوٺ ۾ پيدا ٿيو. سنڌ جو ناميارو محقق ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب ڪيترائي دفعا جاڻايل ڳوٺ ۾ آيو آهي. مقامي ماڻهو خاص ڪري شيخ ذات وارا گهر ۾ ڳاڙهي ڪٽ نہ رکندا هئا. نيرو ڪپڙو نہ پائيندا هئا. مٿان ڇت يا ڇاڄو بہ نہ رکندا هئا. هن وقت تعليم عام ٿيڻ ڪان پوءِ اهي روايتون ۽ رسمون ختم ٿي ويون. مبارڪ شيخ، محمد شيخ ۽ محمد الرحيم شيخ، شاهہ جون وايون وڏي شوق سان پڙهندا هئا. راڻو شيخ مرلي ۽ ميرو شيخ باوا وڄائيندو هو. درگاهہ ۾ سور جا ڪتب ۽ ماڻگر مچ جو ڪندو سنوڻ طور هميشہ رکيل هوندا هئا. پر هاڻي اهي بہ ڪو نہ ٿا ڏسجن. شيخ ڪرهيي پانڊاري، جي قبر مٿان ڪاٺ جو جهولو يا پينگهو سنڌس مريد ابراهيم ڪڇي ڪراچي، واري لهرايو. جيڪو ڪجهہ سال اڳ وفات ڪري ويو آهي. ڪو وقت هو جو شيخ ڪرهيي جو ميلو وڏي ڌام ڌوم سان ملهايو ويندو هو پر هاڻ اها رونق نہ رهي آهي. ويجهي ماضيءَ ۾ سير تفريح جي ڀرپور ثقافتي شاهدي ڏيندي شيخ الهہ بچائي چيو آهي تہ:

ميلا سيئي مصرين ۾ ڪرهيي جهڙا ڪونہ،
سيئي ٿين سون، تہ بہ تر نہ پڇن تنهن کي

ان ڪان سواءِ سنڌ جي بهترين شاعره مائي مرڪان شيخ بہ سنڌس مريدياڻي هئي. ان بہ سنڌس مدح ۾ ڳيچ چيا آهن. نموني طور هڪ ڳيچ ڏجي ٿو:

هــي ڪــانــڊڙي لـَـس
هــي واســڙي وس
آڏ ڪيلندي، ڪُنندي اچان
ڪرهيل ڏنو سک پار ۾

**پانڊو**: اَن وغيره رکڻ جي وڏي جاءِ. گدام، پنڊار، جست مان ٺهيل وڏو هندو.

**پانڊو**[2]: هن نالي سان تعلقي ساماري ۾ هڪ ديهہ بہ آهي. جنهن ۾ 8 ڳوٺ آباد آهن. سنڌ ۾ واپارين ۽ وڏين جا اناج جا پانڊا ٺهيل آهن. پانڊا جديد دور ۾ "گدام" جي صورت اختيار ڪري ويا آهن.

**پانڊو رتو**: تعلقي رتيديري جي هڪ ديهہ جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: پانڊو قبو، گل محمد سيال، محمد حسن جلباڻي، پيرو جلباڻي، فتح محمد گهوٽو، يار محمد جلباڻي ۽ ڳوٺ پانڊو رتو جلباڻي.

پانڊو قبو موهن جي دڙي جي سهيوڳي ماڳ طور سڃاتو وڃي ٿو. هن ديهہ ۾ ٿي رتي جلباڻي، جو قبو بہ آهي. جنهن جي نالي پويان رتيديري جو شهر پڌل چيو وڃي ٿو.

**پانڊو قبو**: هي ماڳ رتيديري کان 4 ڪلوميٽر پري اتر ڏکڻائي ڦاڪ 27° 46' 30" ۽ اوڀر ويڪرائي ڦاڪ 67° 42' 00" ڊگرين تي آهي. هن شاندار قبي يا مقبري ۾ ڪير



پانڊو قبو

دفن ٿيل آهي. ان لاءِ مختلف روايتون آهن. هن کي هينري ڪزنس ۽ اين جي مجمدار به ڏٺو هو پر اهو ڄاڻائي نه سگهيا ته هي ڪنهن جو مقبرو آهي. قربان بگٽيءَ جي چوڻ مطابق ان ۾ رتو جلباڻي مدفون آهي، پر ان لاءِ ڪو ٺوس ثبوت ڪونه آهي. هن وقت مزار جي حالت خسته آهي. پانڊي قبي اندر ڪل ست قبرون آهن. وڏي قبر تي ڏيئا پاريا ويندا آهن. هي مقبرو وڏي اوچائيءَ تي ٺهيل آهي. هن دڙي جي کوٽائي نه ٿي آهي. پر دڙي جي سطح تان مليل ٺڪرالو ۽ ٻيون شيون ان جي قدامت تي ساکي آهن. مقبرو چورس رٿيل آهي. ماپ ۾ 5x5 ميٽر ۽ اوچائيءَ ۾ 10 ميٽر آهي. اڏاوت ۾ پڪيون سرون، گچ گارو ۽ ڪاشيءَ جون سرون استعمال ٿيل آهن. ڇت ۽ گنبذ جي وچ تي گنبذ- گچ وڏو ۽ ويڪرو آهي. ان ۾ هر پاسي ونگن سان هواڙوڪا (هوادار دريون) ڪڍيل آهن. گنبذ ابتي گول پيالي وانگر آهي. مٿان فانوس ۽ فانوس ۾ جارا ٺهيل آهن. مقبري جي حالت زبون آهي.

**پانڊي**: هرلي يا نار جو ويڙهو، جنهن جي مٿان مالهه ٻڌجي. ويڙهو هرلي يا نار ۾ اپو ڦرندو آهي. جنهن تي مالهه چاڙهبي آهي ۽ لوٽا ٻڌبا آهن. "ڇت"، جنهن کي چڪر به چئبو آهي، سو سڌو ڦرندو آهي.

**پان سيد آباد**: پان اصل ۾ ضلعي دادوءَ (هاڻي ڄامشوري ضلعي) جو هڪ اهم شهر ۽ واپاري مرڪز آهي. هي شهر سنڌو درياهه جي پراڻي ڇاڙهه الهندي ناري جي وچهون هڪ واهه تي آهي. جيڪو سنڌو نديءَ مان نڪري سيوهڻ تعلقي ۾ منڇر ڍنڍ ۾ پوي ٿو. اڳ ۾ جڏهن هتي ريلوي جي سهولت نه هئي، تڏهن سنڌو درياهه تي سفر جو وسيلو هوندو هو. ان وقت مسافر درياهي سفر ۾ سيوهڻ وٽ درياهه کي ڇڏي اڙل ڦاٽ وٺندا هئا. جنهن مان منڇر جو پاڻي سنڌو نديءَ ۾ نيڪال ٿيندو آهي. اتان مسافر الهندي ناري رستي مٿي وڃي سيوهڻ جي ڀرپان سنڌو نديءَ ۾ پوندا هئا. اهڙيءَ طرح هو درياهه جي ڏکي ۽ ڏکئي سير کان پاسو ڪندا هئا. الهندي ناري تي سنڌ ۾ سارين جي عمدي پوک ٿيندي هئي. پان شهر هن وقت ترقي جي رستي تي آهي. هتي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جا پرائمري ۽ هاءِ اسڪول، بئنڪون، اسپتال، واٽر سپلاءِ، بجلي ۽ پڪا روڊ آهن. پان سيد آباد جا ڪيترائي اسڪالر رهاڪو مختلف شعبن ۾ نمايان ڪردار ادا ڪري رهيا آهن. واپڊا جو اڳوڻو چيف انجنيئر عبدالحڪيم ميمڻ، ڪراچي يونيورسٽيءَ جي "شاهه لطيف چيئر" جو ڊائريڪٽر پروفيسر سليم ميمڻ ۽ ڪراچي چيمبر آف ڪامرس جو عهديدار عبدالجبار ميمڻ پان سيد آباد سان تعلق رکن ٿا. سنڌ يونائيٽيڊ پارٽيءَ جا اهم اڳواڻ مولابخش لغاري، روشن ٻرڙو ۽ سلام راجپوت پڻ هن شهر جا رهاڪو آهن. پان ٿهه ۽ اُن جو وڏو مرڪز آهي.

**پانگ/پاگ**: سمنڊ ۾ چنڊ جي ڀرتين ۽ لٿين هئڻ ۾ چڙهندڙ هلڪي وير. سمنڊ ۾ چنڊ جي تاريخن جي حساب سان وير چڙهندي آهي. ڀرين تاريخ تمام هلڪي وير، ان کان پوءِ هوريان هوريان وير وڌندي رهندي، تان جو چوڏهين تاريخ تي وڏي وير چڙهندي آهي. ڪن ڪن هنڌن تي وير ڏهن ڦوٽن تائين به چڙهندي آهي. وري پندرهين تاريخ کان وٺي وير جو مقدار گهٽجڻ لڳندو آهي، تان جو اماس جي رات تمام هلڪي وير چڙهندي آهي. چنڊ جي ڀرين تاريخ ۽ 21 تاريخ جڏهن چنڊ لاروشن هوندو آهي ته انهن تاريخن تي جيڪا وير چڙهندي آهي ان کي "پانگ" يا "پاگ" چوندا آهن.

**پانگي ڪلهوڙو**: ضلعي لاڙڪاڻي جي تعلقي ڏوڪريءَ ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن:

محراب ڪلهوڙو، ساٺول ڪلهوڙو، جمال ڪلهوڙو، احمد ڪلهوڙو، ترڪ علي بروهي، غازي مشوري، ڦلو شيخ، رمضان ڪلهوڙو، اسٽيشن باقراڻي، پٺي بروهي، مراد مشوري، ڪمال منگلو، پير وڏل شاهه ۽ ڇتو بروهي.

**پانوڪي**: تعلقي مٽياري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ميٺون ماڇي، حاجي پيرو جهيجهو، نزد ميٺون ماڇي ۽ اسماعيل خواجه.

**پانو متي (تال)**: سنگيت ۾ هي 11 ماترائن جو تار يا تال آهي ۽ ڪل ڇهن حصن ۾ ورهايل آهي. پهريون حصو 5 ماترائون، باقي 3 حصا ٻه ماترائون رکن ٿا. سم کان سواءِ 6، 8 ۽ 10 ۾ پيا تال آهن.

ٺيڪو: 1 ڌا 2 ڌن 3 ٽڪ ڌن 4 نا 5 - 6 ڌر 7 ڪٽ- 8 تٽ 9 ڪٽ- 10 گد 11 گن.

**پانٽڙو**: سنڌ ۾ مقرر هوا جي ابتڙ يعني معمول جي خلاف جيڪا هوا لڳندي هجي ۽ ان هوا جو وڻن، ٻوٽن، مالهن ۽ ساهوارن تي جيڪو اثر ٿيو هجي، ان جي ماحول کي "پانٽڙو" چوندا آهن.

**پاني**: ججامڪي ڪم جي اوزارن وجهڻ جي ٿيلهي، جيڪا گهڻو ڪري رنگين ڪپڙي جي ٺهيل هوندي آهي. اها گهڻي استعمال جي ڪري، ٿيل ۾ سٽيل ۽ ميري ٿي ويندي آهي. ان کي "ڪسبت" به چوندا آهن.

**پاني[2]**: ڪمدار يا ڪارائي کي سارين جي لاباري يا ڦٽين جي چونڊي مان مليل حصي کي "پاني" يا "پاجي" چوندا آهن.

**پانيجا**: هڪ ذات جو نالو، جيڪا اڪثر نوابشاهه (بينظيرآباد) ضلعي ۾ آباد آهي.

**پانيرا، بابا پيارا سنگهه**: بابا پيارا سنگهه پانيرا جنهن کي سک فرقي جو اڳواڻ چيو وڃي ٿو، سو پنجاب (ڀارت) جي هڪ ڳوٺ ڏسيانا ۾ 1958ع ۾ ڄائو، جيڪو روپڙ ۾ آهي. سندس پوئلڳن جو تعداد هزارن ۾ ٻڌايو وڃي ٿو. شروعات ۾ هُو هارٽيڪلچر کاتي آسمان پور ۾ ملازم هو. سندس والد تلسي رام هڪ سنو راڄو هو جنهن پن مزارن تي ڪم ڪيو. سندس وفات کانپوءِ پيارا سنگهه پاڻ کي بابا سڏائڻ شروع ڪيو ۽ باقاعدي مجاوري ڪرڻ لڳو. اتي هن طبابت سان گڏ ڪجهه سماجي ڪم به شروع ڪيا. هي پکين لاءِ جهنگل ۾ روزانو اَن کڻي ويندو هو.

بابا پانيرا "ڀاؤ ساگر" نالي هڪ ڪتاب لکيو، جنهن انتهاپسند سکن کي مشتعل ڪري ڇڏيو. انتها پسند سکن جو چوڻ هو ته هُو پاڻ کي گروءَ جي برابريءَ ۾ آڻڻ چاهي ٿو. ان سلسلي ۾ "خالصه ايڪشن ڪميٽي" جوڙي وئي. جنهن پانيرا جي هڪ پوئلڳ جي گهر لڌيانا ۾ 2001ع تي گڏجاڻي ڪري ڀاؤ ساگر جي ڪاپي ڦري ۽ ساڙي ڇڏي. نتيجي ۾ چيو وڃي ٿو ته پانيرا جي پوئلڳن وري گروگرنٿ صاحب جون ڪاپيون ساڙيون. پر ان جو ڪو ثبوت ملي نه سگهيو. "بابا پانيرا" کي آڪٽوبر 2001ع ۾ گرفتار ڪيو ويو ۽ سندس ڪتاب تي پابندي مڙهي وئي. سندس خلاف ڪيترا مظاهرا ڪري سندس لکيل "ڀاؤ ساگر" کي باهيون ڏنيون ويون. سندس گهر تي قبضو ڪري ان کي گردواري ۾ تبديل ڪيو ويو. سندس ڪيترن پوئلڳن کي جيل ۾ واڙيو ويو. جيل ۾ مٿن انتها پسند سکن تيزاب هاريو ۽ چاقن سان حملا ڪيا. ڀاؤ ساگر جي ٻيهر ڪاپيءَ کي پوليس پاڻ سان کڻي وئي ۽ بعد ۾ ان کي ساڙيو ويو. پانيرا جي ڪيترن ديرن کي به گردوارن ۾ تبديل ڪيو ويو. سندس ٿي پوئلڳ گوپال سنگهه. امبالا جي ڪورٽ ۾ مٿس خوني حملو ڪيو پر هو ان مان بچي ويو. 2005ع ۾ گرديپ سنگهه نالي هڪ سک انتها پسند مٿس ٻيهر سان حملو

ڪيو پران ۾ ٻه هو بچي ويو. پرديپ سنگهه کي جيل ۾ وڌو ويو.

**پاڻيرو:** تعلقي ميرپورساڪري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**پاڻيري:** بدين، هالا ۽ نوشهري فيروز تعلقن ۾ ديهن جو نالو.

**پاڻُ** (Fertilizer): جوپائي مال جي ڇيڻي ۽ ڦولهڙين کي پاڻ چئبو آهي. جيڪو پوکي، کي زور وٺائڻ لاءِ ڏبو آهي. جنهن کي وٺائڻ جو پاڻ به چئبو آهي. قدرتي پاڻ خوراڪ وارن جزن کي ضايع ٿيڻ کان بچائي ٿو انهيءَ پاڻ سان فصل ۾ فاسفورس ۽ آئرن جي فراهميءَ ۾ اضافو ٿئي ٿو ھي پاڻ جو هڪ عام قسم آهي. پر هن وقت پاڻ جا ڪيترا هترادو قسم به ايجاد ٿي چڪا آهن. جن سان ٻوٽن ۾ واڌ ويجهه ۽ خوراڪي جزن جي حفاظت ۾ مدد ملي ٿي. مثال طور:

(الف) ساوو پاڻ: فصل کي سائي حالت يا لوب کان پوءِ بجيل ڪُتن، سُنڌين ۽ پنن جي تازي، حالت ۾ زمين اندر ملائي ڇڏڻ کي "ساوو پاڻ" چئبو آهي. هن پاڻ ۾ وٺائڻ واريون سموريون خوبيون موجود هونديون آهن. هي ساوو پاڻ زرخيزيءَ جو بهترين ذريعو آهي جنهن ۾ نائٽروجن جهجهي مقدار ۾ ملي ٿي. نائٽروجن هڪ اهم ڪيميائي عنصر آهي. جيڪو ٻوٽي جي خوراڪ ۾ گهربل آهي.

(ب). ڪيميائي پاڻ: هي، ڪيميائي پاڻ آهي. جيڪو ووڻڻن جي واڌ ۽ وڌيڪ پيداوار حاصل ڪرڻ ۾ نائٽروجن کان پوءِ ٻئي نمبر تي سڀ کان وڌيڪ اهم پاڻ آهي. پوٽيشيم جي استعمال سان ٻوٽن جون پاڙون زمين اندر گهڻيون هيٺ هليون وينديون آهن. جنهنڪري ٻوٽا زمين مان پاڻي ۽ خوراڪ گهڻي مقدار ۾ جذب ڪري، پيداوار ۾ نمايان اضافي جو سبب بڻبا




آهن. عام طرح ڪاربان، هائڊروجن، آڪسيجن، نائٽروجن، فاسفورس، پوٽيشم، سلفر ڪئلشيم، مئگنيشيم، آئرن، زنڪ، ڪاپر، ڪلورين، سوڊيم، سليڪات ۽ ڪوبالت کي ٻوٽن جي متحرڪ قوت چيو ويندو آهي. ووڻڻن جي فصل لاءِ زمين جي مختلف قسمن لاءِ ڪيترائي ڪيميائي پاڻ ۽ انهن جا قسم استعمال ڪجن ٿا. جهڙوڪ: يوريا ۽ نائٽرو فاس، يوريا ۽ ٽي ايس پي، يوريا ۽ ايس ايس پي، امونيم سلفيٽ ۽ نائٽرو فاس، ۽ امونيم نائٽريٽ ۽ نائٽرو فاس وغيره. انهن ڇهن ميلاپن مان ڪو به هڪ ميلاپ زمين جي قسم کي مد نظر رکي استعمال ڪرڻ گهرجي. مثال طور:

(الف) پلي زمين يا وچولي گري زمين: هن قسم جي زمين ۾ مٿي ڏيکاريل ڇهن پاڻن جي ميلاپ مان ڪو به هڪڙو ميلاپ ڪم آڻي سگهجي ٿو

(ب) هلڪي قسم جي زمين ۾ يوريا ۽ ٽي ايس پي ۽ يا ڪو مناسب ميلاپ وارو پاڻ استعمال ڪرڻ وڌيڪ موزون آهي.

(ج) ڪلراٺي يا ڏنگاڇي زمين: هن قسم جي زمينن ۾ نائٽروجن وارن پاڻن مان امونيم نائٽريٽ يا امونيم سلفيٽ ۽ فاسفورس وارن پاڻن مان ٽي ايس پي يا ايس ايس پي نائٽرو فاس استعمال ڪرڻ وڌيڪ موزون ۽ بهتر آهي. ڇاڪاڻ ته انهن پاڻن ۾ تيزابي اثر هجڻ سبب ڪلر گهٽجي رهي ٿو.



پاڻ

پاڻ جي مختلف خوراڪي جزن جو هڪ ٻئي سان گهرو تعلق آهي. پاڻ جي متوازن استعمال سان زمين ڪمزور ٿيڻ کان محفوظ ۽ طاقتور رهي ٿي. متوازن پاڻ استعمال ڪرڻ سان ووڻڻن جي بيمارين جهڙوڪ: سوڪهڙي، رتي، موراهي يا پاڙن جي ساڙ وغيره جي خلاف بچاءَ جي طاقت ۾ اضافو ٿي ٿو. متوازن پاڻ جو مقصد اهو آهي ته گهربل ڪيميائي پاڻن سان گڏ وٺائڻ جي پاڻ يا ساوي پاڻ جو استعمال به ڪرڻ گهرجي.

**پاڻُ**[3]: ڪچي/ درياهي علائقي ۾ مالوند ماڻهن جا "پاڻ" ٿين ٿا. اصل ۾ جڏهن ٻيلن ۾ گاهه عام جام هوندو هو ۽ درياهه کي به اوج هوندو هو ته مالدار ماڻهو پنهنجون مينهون، ڍڳيون ۽ ٻيو مال، ٻيلن ۾ واڙا ناهي اتي رهائيندا هئا. ڏينهن جو ٻيلي ۾ مال چاريو هو ۽ شام جو وٿاڻ/پاڻ تي اچي ٻڌبو هو. مال جو ڇيڻو ڍڳ ٿي ويندو هو، جيڪو "پاڻ" جي صورت ۾ پنين ۾ ڪم ايندو هو. "پاڻ" جي نسبت سان اهي "مال جا واڙا" اڳتي هلي مختلف ماڻهن جي نالن سان مشهور ٿي ويندا هئا ۽ ڪٿهن ڪٿهن ڳوٺن جي صورت اختيار ڪري ويندا هئا. جهڙوڪ: ڪوڙي جا پاڻ، هاشم جا پاڻ، پاٺوٽ وغيره سنڌيءَ ۾ هڪ چوڻي: "پَلي پَلي پاڻ اٿي" به اصل ۾ "پاڻ" (جاءِ) سان واسطو رکي ٿو ڪا مينهن يا ڍڳي وڳ کان ويڇڙي/ پلجي ويندي آهي ۽ اوير سوير پاڻ تي اچي نڪرندي آهي ته مالوند مٿين چوڻي دهرائيندا آهن. هونئن اها چوڻي سماجي زندگيءَ ۾ به عام طور ڪم آڻبي آهي.

**پاٺوٽ:** مٽياري ضلعي جي هڪ ديهه جيڪا تعلقي هالا ۾ آهي. هن ديهه ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'جمال شاهه'، 'ڳوٺ ماڇي'، 'سعيد خان لغاري'، 'ڳوٺ ميربحر'، 'گهرامر ڪوسو'.

پاٺوٽ ڳوٺ هالا کان 12 ڪلوميٽر پري، سنڌو نديءَ جي ڪاهي ڪپ تي آباد آهي. هن ڳوٺ جي آبادي 20000 کان وڌيڪ آهي. هن ڳوٺ جي ٽن طرفن کان سرسبز ٻنيون ۽ اولهه طرف سنڌوءَ جو ڪنارو آهي. هتي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ الڳ الڳ هاءِ اسڪول ۽ سرڪاري اسپتال جون سهولتون آهن.

هن ڳوٺ ۾ رهندڙ ذاتين ۾ سيد، خاصخيلي، شيخ، ملاح، ٻجورا، ڪرڙ، سومرا، سيال، ماڇي ۽ ٻيا شامل آهن. سياست ۽ علم ادب جي ميدان ۾ هن ڳوٺ قابل ذڪر شخصيتون پيدا ڪيون آهن. سيد محمد شاهه، سيد پناهه علي شاهه ۽ سيد شاهه محمد شاهه، سيد زمان شاهه سياسي دنيا جا اهم نالا آهن. سنڌ جي بزرگ سياستدان سائين جي. ايم. سيد هتان جي هڪ بزرگ ڏني بخش شاهه پاٽوليءَ جي نياڻيءَ مان 1908ع ۾ لاٿون لڌيون هيون. هن ڳوٺ جي پرسان سنڌوءَ جي ڪناري تي وڏو گهاٽو ٻيلو آهي. اڳاٽي وقت ۾ هيءُ ڳوٺ هالا ڪندي پرڳڻي ۾ شامل هو اٽڪل 4 صديون پراڻو ڳوٺ آهي ۽ درويشن جي آماجگاهه رهيو آهي. هتان جو بزرگ مخدوم حسن بلاولي مشهور آهي، جيڪو مخدوم بلاول جو خليفو ۽ وڏو انقلابي شخص ٿي گذريو آهي. واڱڪو ڪم ڪندڙ هو هن درويش جو ذڪر ”تحفة الڪرام“، ”حديقة الاولياءُ“، شهيد ’مخدوم بلاول‘ (آزاد قاضي) ۽ ’سچ وڏو ڏوهاري آهي‘ (آريسر) ڪتابن ۾ تفصيل سان موجود آهي.

**پاٽولي، حسن بانگو:** درويش حسن بانگو عرف مخدوم حسن بلاولي پاٽولي، مشهور صاحب ڪرامت، راهه سلوڪ جو سالڪ ۽ سيد حيدر سنائيءَ جو خليفو ۽ مريد هو. سيد حيدر جي وفات کان پوءِ مخدوم نوح جو بہ معتقد ٿي رهيو. صاحب ”دليل الذاڪرين“ لکي ٿو تہ درويش حسن جي گهر ۾ پير جو وڻ هوندو هو جنهن جا پير مٺا هئا. اهي پير کڻي مخدوم نوح وٽ ايندو هو ۽ ان جي پٽن جا نالا وٺي پيش ڪندو هو. مخدوم صاحب اهي پير نہ کائيندو هو. هڪ ڏينهن درويش حسن، مخدوم نوح کي عرض ڪيو تہ توهان پير ڇو نٿا کائو. مخدوم صاحب جواب ڏنو تہ توهان پير نالا وٺي ڏيندا آهيو جنهنڪري انهن تي منهنجو ڪو بہ حق نہ آهي. ان ڪانپوءِ درويش حسن پنهنجي هٿ سان مخدوم صاحب جي خدمت ۾ پير کڻي آيو جن مان ڪجهه مخدوم صاحب کاڌا.

درويش حسن جي عادت هوندي هئي تہ جيڪي بہ مهمان يا مسافر ايندا هئا، تن کي ماني ۽ کير کارائيندو هو. ڪڏهن بہ ڪنهن مسافر يا مهمان کي بنا ماني کارائڻ جي نہ ڇڏيو. هن جي هٿ تي گهڻن ئي سالڪن سلوڪ ۽ تصوف جو مقام ماڻيو. هو ڏهين صدي هجري جي عالمن مان هو. سندس مقبرو پاٽوٽ لڳ تعلقي هالا ۾ آهي.

**پاٽوجا:** ”سماٽن“ جي هڪ ذات، جن تي ”چار پاٽو“ جي نسبت سان اهو نالو پيو. قاضي محمد سليمان پلي، مصنف ”تاريخ سميجا“، ”سماٽ“ ذات کي ”سميجا“ ڪري لکي ٿو جو تہ سندس چوڻ موجب سنڌن پيڙهيءَ جو سلسلو ”سمي“ کان شروع ٿئي ٿو. پاٽوجا ذات جا ماڻهو هالا تعلقي ۾ وڏي تعداد ۾ رهن ٿا.

**پاٽوسو:** ضلعي سانگهڙ جي تعلقي کپري ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ملوڪ پهوڙ، گل حسن هاليپوٽو، عبدالغفور پهوڙ، اوطاق حاجي حميد، حاجي محمد صالح پنهور، اوطاق عبدالله، اوطاق محمد الياس، اوطاق صندل خان، قائم خاني ۽ حاجي مبارڪ مري.

**پاٽوڪي:** هن نالي سان جدا جدا ٻہ ديهون موجود آهن. هڪڙي ديهه تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آهن:

ميرو لاشاري، حاجي محمد کيريو، عبدالرئوف ڪاڪيپوٽو، امين محمد ڪاڪيپوٽو، محب ڪاڪيپوٽو، قاضي گل محمد، ولي محمد پٽ حاجي جهنڊو لغاري، سيد امداد علي شاهه، ساوڻ مهيسر ۽ بخشو خان خاصخيلي.

ٻي ديهه تعلقي مٽياريءَ ۾ آهي، جنهن ۾ ميٺهون ماڇي، حاجي پرچو جهيجو ۽ اسماعيل خواجو ڳوٺ شامل آهن.

**پاوان (واهي):** تعلقي دادوءَ جي ديهه ٺاراهو رعيتيءَ ۾ هيءَ هڪ واهي آهي، جنهن جي ديگهه 6 ڪلوميٽر آهي. هن واهيءَ تي موجود ٽي وڏا ڳوٺ آهن. ’ٺهڪڻ‘ ’فتح پور‘ ۽ ’ڳوٺ آرائين‘. هيءَ واهي ’ٺهڪڻ‘ ڳوٺ جي اوپر مان نڪرندي هئي ۽ فتح پور آرائينءَ جو اوپر وٺي، اولهه طرف مڙندي هئي. ڏسڻ ۾ ائين ٿو تہ هيءَ واهي ڪنهن اڳاٽي وقت ۾ ٻيٺ هئي. هن جي پهرئين حصي جو نالو ’پاوان‘ آهي. جيڪو جيئن وڃي ٿو تہ ڪنهن ديويءَ جي نالي پويان رکيل آهي. واهيءَ جي ڪشادگيءَ مان اندازو لڳائجي ٿو تہ هيءَ درياهه ڇاڙڻ کان پوءِ ساڻس جي منڍ ۾ پرپس رهي آهي ۽ ٻيٺ نہ ٿي آهي. جو ونڊ بنجي بيهي ها. ونڊ ٿيڻ جي حالت ۾ هن جا ٻيا حصا ايترو وقت آثارن کي برقرار نہ رکي سگهن ها.

**پاوسار** Bhavsar **(قبيلو):** هن قبيلي جا ماڻهو پاوس ڀهوس پاٽو ساڳر ۽ پاوا ساڳري بہ سڏجن ٿا ۽ پاڻ کي کتري سمجهن ٿا. وٽن روايت آهي تہ اصل هو ڀهوسر آهن. لفظ ڀهوسر جي لغوي معنيٰ آهي ”برهما جي ٻانهن مان نڪتل“ (ٻاهو= ٻانهن، سر= نڪتل يا پيدا ٿيل). هي اصل ۾ مهاراشٽر رياست جا کتي ۽ درزي آهن. سندن اصليت ٻڌائي ٿي تہ هي اصل ۾ گجرات کان ڪي صديون اڳ مهاراشٽر ۾ آيا هئا. هنن مان ڪيترا ماڻهو تلنگا ۾ وڃي آباد ٿيا. جتي هو ”ونيڪار“ يعني ”رنگريز“ سڏجن ٿا. هي ٻٽ ۾ پربل جاتنا. تنڊي قد جا ماڻهو مراٺي ڳالهائيندا آهن. هنن جا بہ ڀاڱا آهن. هڪڙا پاوسار رنگاري ۽ ٻيا پاوسار درجي يا درزي.

**ريتون رسمون:** هي گهڻو ڪري پاهران شادي ڪن. مردن تي خاص ضابطو آهي تہ پنهنجي مٽن مان شادي نہ ڪندا. جيڪڏهن ڪو انهيءَ قاعدي جي ڀڃڪڙي ڪندو آهي تہ مٿس اهي سڀ قانون ۽ ضابطا لاڳو ڪندا آهن. جيڪي ”مراٺي ڪنبين“ وٽ ٿيندا آهن. هنن وٽ گهڻين زالن رکڻ جو رواج آهي. ڇوڪري ننڍيءَ عمر ۾ پرڻائي ڇڏيندا آهن. ڪنهن ڇوڪريءَ کان چڪ ٿي وڃي تہ ڏوهاري مائٽ ليڪجن. جو ننڍي هوندي ڇوڪريءَ کي شينهن ڪاهي نہ ڇاڙهيائون. وٽن شادي سخت مذهبي طور طريقن سان ٿيندي آهي. سڱ گهرڻ کان وٺي هاڪار نائين گهوٽيتا پنڌ ٻيا ڪندا آهن. هاڪار تي برهمڻ کان ٽيڻو ڪولائي ڏينهن مقرر ڪندا آهن. پڙيءَ جي رسم ڪنوار جي گهر ۾ ادا ڪئي ويندي آهي. اهڙي قسم کي ”ميڏا مهورت“ چوندا آهن. ڪنوار جي گهر هڪ پنجن ڏڪن واري جهوپيءَ ۾ جيڪا خاص انهيءَ مقصد لاءِ ٺهيل هوندي آهي. ڳالہ ٿيندا آهن. راڄ کي سڏين ۽ پان ۽ سوپاريءَ سان سندن آڌرڀڳت ڪن. ان کان پوءِ مگلو ڪن. جنهن کي ”منڪني يا ڪنڪو لاوڻ“ چون. ان ۾ چانديءَ جا سڪا ڏين ۽ مٺو کاڌو مهمانن کي کارائين. انب جي ڦار ۽ جمبل (Eugenia Jambalana) وغيره پير جي ٻن تي رکي ورهائين. ڪنڪن، ڳاڙهي رنگ جو سنهو پائوڊر، برهمڻ گهوٽ جي چهري تي تيل سان مليندو آهي. هئيڊ مَلڻ جي رسم گهوٽ نوڙي ڪنوار جي گهر ٿيندي آهي. ٻهرين گهوٽ کي پنج

سهاڳڻيون هيد هڻنديون آهن. ٻانهن ۾ چوڙيون پائينديون آهن. عورتون سهرا لاڳا جوندي گهوٽ جي گهران ڪلي وجي ڪنوار کي مڪيندي يون آهن. پاوسار عورت ٻار ڄڻڻ کان پوءِ ڏهن ڏينهن تائين وهنجندي يا ٻيو ڪا صفائي نه ڪندي آهي. ٻار ڄمڻ جي ٻنجين ڏينهن "شيوءِ" ديوي، جو ياٽ ڪن. هڪ پٿر تي ديوي، جي مورتي اُڪيري ويامبل عورت جي پير ۾ رکن ۽ ٻڪري، جي قرباني ٻه ڪن. ٻار جيڪڏهن ڇوڪرو آهي ته ان جو نالو ٻارهين ڏينهن رکن. رنڙ عورت کي ٻي شادي، جي اجازت هوندي آهي پر هوءِ مري ويل مڙس جي وڏي ڀاءُ يا ننڍي ڀاءُ سان شادي نه ڪري سگهندي آهي. رنڙ جي شادي، جي تقريب تمام سادي ڪن. جنهن ۾ رڳو منگل سوتر جي رسم ادا ڪن. انهن رسمن ۾ سهاڳڻين کي حصي وٺڻ جي منع هوندي آهي. هنن وٽ طلاق جو قانون به آهي. مرد يا عورت چاهين ته طلاق وٺي سگهن ٿا. طلاق ورتل عورت کي جيڪڏهن ٻار آهن ته اهي ماءُ وٽ رهن. انهن جو خرچ پيءُ کي پورڻو پوندو آهي. پر اهو انهيءَ صورت ۾ جڏهن مرد طلاق ڏئي. تنهن هوندي به طلاق پنچائت جي چڱي مڙس يا مُکيءَ وٽ راڄ جي روبرو ٿئي. طلاق يافته عورت کي اجازت هوندي آهي ته اها ٻي شادي ڪري پر سندس شادي "رنڙ" عورت وانگر ٿيندي آهي.

ساڳي نيات جي ماڻهن ڪان سندن مذهب ٿورو الڳ هوندو آهي. سندن خاص ديوي انگلا يا هنگلا (ڀواني نموني) آهي. هي سندس آڏو سيس صرف جمعي ۽ آچاري ڏينهن تي نوائيندا آهن ۽ پرساد ۾ مٺو ورهائيندا آهن آسو (Aswin) جي مهيني ۾ هن ديوي، جي تمام وڏي پوڄا ڪندا آهن. انهيءَ موقعي تي "هاما" (هون/قرباني) جي رسم وڏي پئماني تي ملهائي ويندي آهي. ديويءَ تي "ڪنول جا گل" چاڙهي ٻڪر يا رڍ قربان ڪن. هي "ڪنڊويا" ٻالاجي "هنومان" کي به مڃين. ان کان سواءِ وشنو ديوتا جي آڏو به قربانيون ڪن. سندس مورتيءَ جي پوڄا ڪن. هنن وٽ برهمڻ ڪو نه هوندو آهي. گهر جو پيريو مڙس سڀ مذهبي رسمون ڪرائيندو آهي. ان کان سواءِ "پرچاما" (سٽلا) ماتي امان، مي شاما ۽ ايلاما ديوين کي راضي رکڻ لاءِ پوڄا پاٺ ڪن. هنن لوڪن جو جنن، ڀوتن، پرين، ٽوڻن ڦيڻن وغيره تي گهڻو اعتقاد آهي. هي پرمي ماڻهو آهن. تلنگانا ۾ مذهبي طور هي ٻن حصن ۾ ورهايل آهن. هڪڙا شري، جن کي ويوتي ڌاري چون. ٻيا وشنوائي، جن کي "نرمي ڌاري" ڪري سڏين. هنن وٽ مُردن کي ساڙيو ويندو آهي. سندس رک ٽن ڏينهن کان پوءِ گڏ ڪري گنگا جل جي حوالي ڪندا آهن. ساڙڻ مهل مڙدي جو مٿو اتر ۽ پير ڏکڻ طرف ڪندا آهن. ٻارهين ڏينهن مٺا ميڙ ڪن. تر (ڪاڻي جو قسم) چاڙهي لڏون ۽ ڪڪڪ جي ٿي مان ٺهيل مٺايون ورهائين. پر جيڪڏهن ڪو ڇالرا يا ماتي، (ماتا) وگهي مري ته ان کي پورين. ۽ اهو ٻار جنهن کي اڃا ڏند نه آيا هجن ان کي به پورين. پر ساڙين ڪو نه.

هي گهڻو ڪري رنگريز آهن. هي وڻن جي پَنن مان اصلوڪا رنگ ٺاهڻ ناهين. هاڻي ڪجهه پاوسار درزي به ٿيا آهن ۽ زراعت ڏانهن به ڌيان ڏنو اٿن. 1901 ع جي آدمشماري موجب هنن لوڪن جو تعداد 30761 هو. هي هندوستان جي گجرات ضلعي، جيڪو سندن اباڻو گهر آهي، پوني ۽ ڪرناٽڪ ۾ رهن ٿا. پر جهجهو تعداد، احمد آباد، سورت، ڪاٺياواڙ، ماهي ڪنٺا ۾ به رهي ٿو. مسلمان پاوسار هندن سان نه کائين نه ڏي وٺ ڪن. ٻوليءَ جي حساب سان ڪين ٻن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو هڪڙا مراٺي ۽ ٻيا گجراتي. گجراتي پاوسار وري ٻن حصن ۾ ورهايل آهن. هڪڙا مهيشوري يا هندو ٻيا شراوڪ يا جين مسلمان پاوسارن جو ٻنهي سان واسطو ڪو نه آهي. مسلمان پاوسار وري ٽن حصن ۾ ورهايل آهن هڪڙا ڪنٺيا، جيڪي ترينا ۽ ماهي ندين جي ڪنارن سان رهن. ٻيا رام ديسي، جيڪي ٻالي، ۽ پرتاب ڳڙهه ۾ رهن. ٽيان بلداس، جيڪي اتر گجرات ۾ رهن. اهي ٽئي مسلمان نياتيون هڪٻئي سان نه کائين نه اٿن. نه ويهن. هي پاڻ کي راجپوتن جي پٽي، جوهاڻ، گوهيل ۽ پرمارن مان سمجهن. اصل ۾ پاوسار گجر قبيلي جا راجپوت آهن. مراٺي پاوسار گجراتي پاوسارن سان ٻري جي نڪ ۾ ملن ٿا. اهي اڄا تائين سنڌ جي هنگلا ديويءَ جا پوڄاري آهن. سنڌ ۾ ٿر جي انهيءَ علائقي، جيڪو هندوستان جي راجستان واري علائقي سان لڳي ٿو، اتي به ٿورڙي تعداد ۾ رهن ٿا. سنڌ ۾ سندن وڏو تعداد هر سال هنگلاج ڏانهن زيارت لاءِ ويندو آهي. هي گهڻو ڪري پيرين پنڌ ماتا جي درشن لاءِ ويندا آهن.

**مري وڃڻ جون رسمون:** هنن ۾ جڏهن ڪو ماڻهو مري ويندو آهي ته هو مائٽن مٿان. ذات وارن ۽ دوستن کي باقاعدي ماڻهو موڪلي ڄاڻ ڪندا آهن ان کان پوءِ مڙدو آڻي گهر جي آڏو ڪنهن ٿلهي يا صندل تي رکي. ان جي مٿان ڪوسو پاڻي هاريندا آهن. ساڳئي وقت وهنجارڻ کان پوءِ مردي کي ڪپڙي سان ڍڪيندا آهن جيئن مسلمانن وٽ ڪفن ٿئي. مٿس گلن جا ڍير رجهندا آهن. ارٿيءَ کي چار ماڻهو کڻندا آهن. ڪلهي ڪانڌين ۾ تمام ويجهو عزيز اڳيان هلندو آهي. سندس ڪلهي تي ٻانٺيءَ جو مٽ هوندو آهي. مسائن ڏانهن ويندي رستي تي ڊهل روتيءَ يا ماتيءَ جا ٽڪرا اڇلائيندا ويندا آهن. مسائن ۾ ٻيل ڀاون سان ٺهيل چتيءَ ۾ ٿلهي تي مڙدو رکي. مڙدي جو پٽ يا ڀاءُ ان کي باهه ڏيندو آهي. ڏهن ڏينهن تائين ٿڏي تي ويهندا آهن. تيرهين ڏينهن ذات ڀائين کي ماني کارائيندا آهن.

**پاوساگر گرنٿ:** هي سکن جي مذهبي اڳواڻ بابا پيارا سنگهه ڀانيرا جو ڪتاب "گرو گرنٿ صاحب" جي نموني لکيل چيو وڃي ٿو. هن ڪتاب جي ڪري سکن ۾ وڏي ڇڪتاڻ ٿي. جنهنڪري پنجاب حڪومت (ڀارت) هن ڪتاب تي پابندي مڙهي ڇڏي هئي. هن ڪتاب جو پورو نالو "ڀاؤ ساگر سمندر امر راتي گرنٿ" هو. جيڪو چيچڻ کان اڳ انتها پسند سکن ساڙي ڇڏيو ۽ بابا ڀانيرا کي آڪٽوبر 2001 ع ۾ گرفتار ڪيو ويو هو. پنجاب جي گورنر هڪ نوٽيفڪيشن جاري ڪئي هئي. جنهن ۾ چاتايو ويو هو ته هن ڪتاب ۾ اهڙو مواد آهي، جيڪو هڪ طبقي خاص طور سکن جي دل آزاري ڪري ٿو. انهي بندش تي سرڪار جي خلاف ڪورٽ ۾ پٽيشن سيڪشن 96 پي-سي تحت داخل ڪئي وئي. جنهن تي ججن جي بينچ ويهاري وئي. جنهن گورنر جي فيصلي کي بحال رکيو. هن ڪتاب بابت ڪا گهڻي معلومات ڪا نه ٿي ملي. جو چيچڻ کان اڳ ان کي ساڙيو ويو هو. پر ايترو معلوم ٿي سگهيو آهي ته هن ڪتاب جو ٽائيٽل اهڙي ئي نموني جو جوڙيو ويو هو. جهڙو گرو گرنٿ صاحب جو جڙيل آهي. جنهن ۾ گرونانڪ کي گهوڙي تي چڙهيل ڏيکاريو ويو آهي. جنهنڪري سکن ۾ اهو تاثر پيدا ٿيو ته بابا ڀانيرا خود کي گرونانڪ سان مشابهت ڏئي رهيو آهي. (ڏسو ڀانيرا، بابا پيارا سنگهه).

**پاونداس 'پاوَن'**: پاونداس ٻٽ ڏنو مل تعلقي ڏوڪري، جو ويٺل هو سال 1880-90 ع جي وچ ڌاري چاڻي سنڌي فائنل جو امتحان پاس ڪرڻ کان پوءِ تعليم کاتي ۾ ملازمت ڪيائين "پاوَن" تخلص سان شاعري ڪندو هو سندس شاعري، جو هڪ مجموعو "پريم سرور" جي نالي سان ورهاڱي کان اڳ ڪتابي صورت ۾ شايع ٿيل آهي. پاونداس ڏوڪري تعلقي جي ڳوٺ بگيءَ ۾ سنڌي ماستر ٿي رهيو. سوڀي گيانچنداڻي لکيو آهي ته "مون 28-1927 ع ڌاري ڳوٺ

ٽکي تعلقي ڏرڪريءَ ۾ استاد پاونداس وٽ ٽيون ۽ چوٿون درجو سنڌي پڙهيو هو وڏو محنتي استاد هو. شاگردن سان سندس رويو شفقت ڀريو هوندو هو. پاونداس "پاون" پڙهڻ ۽ پڙهائڻ کان سواءِ شاعري ۽ ڳائڻ وڄائڻ جو شغل ڪندو هو. سندس شاعريءَ جي مطالعي مان معلوم ٿو ٿئي تہ مٿس مذهبي ۽ فقيري خيالن جو اثر هو. هن جي ڪلام ۾ پاڪائيءَ ۽ اعليٰ انساني قدرن جي اپٽار ٿيل آهي. پاونداس ڪافي گو شاعر هو.

**پاوند لاڪا:** هي ڳوٺ قنبر کان پنجن ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي اتر طرف، نور واهہ جي ڪاٺي ڪپ تي آهي. هي ڳوٺ ديهہ لاڪا، يونين ڪائونسل قنبر 3 سرڪار راڻوٽيءَ سان واسطو رکي ٿو. ديهہ ۽ تپي لاڪا جي هي سڀ کان قديم ۽ ڳڻي آباديءَ وارو ڳوٺ آهي. هن ڳوٺ جي اوڀر ۾ قنبر شهداد ڪوٽ روڊ ٽائين اڌ ڪلوميٽر جي مفاصلي جو لنڪ روڊ آهي. اوڀر ۾ ڊب جاڙو ۽ ڏيوڙا، ڏکڻ ۾ پير محمد لاڪو رب رکيو لاڪو، اولهہ ۾ رئيس ولهاري مغيري ۽ اتر جي ڪنڌ ۾ ڪمال خان چانڊيو ڳوٺ ڪجهہ مفاصلي تي واقع آهن. هتان جا ماڻهو ڀرپاسان جهلي ۾ آباد هئا. جهلو "دائود جي واند" بہ سڏبو هو جنهن جا قديم آثار هن ڳوٺ جي اولهہ ۾ ڪجهہ مفاصلي تي ڏسڻ ۾ اچن ٿا. جتي ڪلهوڙا ۽ لاڪا رهندا هئا. ڪلهوڙن جي وڏي ميان دائود جا وڏا اصل نورپور، تعلقي ڳمبٽ، ضلعي خيرپور جا رهاڪو ۽ هالن واري بزرگ مخدوم نوح رحہ جي اولاد مان هئا ۽ ڪنگريءَ جا پير سندن مرشد هئا. پنهنجن مرشدن جي حڪم تي دائود خان هتي آباد ٿيو هو. مختلف روايتن موجب جهلي جو ڳوٺ 25-1620ع ڌاري ڪلهوڙن آباد ڪيو. جهلو ان ڪري سڏبو هو جو انهيءَ ماڳ جي چوڌاري ايترا تہ ڪهاٽا ۽ ڊگها وڻ هوندا هئا، جو پري کان ڳوٺ جو ڪو بہ نالو نشان ڏسڻ ۾ نہ ايندو هو. دائود جي واند ۾ پاوند لاڪي جي وڏن 80-1675ع ڌاري جهلي ۾ رهائش اختيار ڪئي هئي. هي بہ اصل نورپور جا رهاڪو ۽ ڪنگريءَ جي پيرن جا معتقد ٻڌايا وڃن ٿا. پاوند لاڪي جا وڏا پاڻ ۾ نااتفاقيءَ سبب هتي آباد ٿيا هئا. آبادي وڏي وڃڻ سبب هتان جا سومرا ماڻهو 1775ع ڌاري جهلي جي اوڀر ۾ هاڻوڪي ماڳ تي آباد ٿيا. اهو ماڳ اڳتي هلي پاوند لاڪا جي نالي سان مشهور ٿيو. ڪلهوڙن ميون جي دور ۾ گمناميءَ جي لهر اچڻ ڪري، فقيري گادي سنڀالي ۽ لاڪا زمينون سنڀالي زميندار ۽ طاقتور بڻيا. پاوند لاڪو 1785ع ڌاري لاڏاڻو ڪري ويو. ڪيس پنهنجو اولاد نہ ٿيو سندس نياڻيءَ جو اولاد هن وقت خيرپور ميرس ۾ رهي ٿو. پاوند پنهنجي حياتيءَ ۾ مختلف علائقن مان لاڪا قبيلي جا ماڻهو هتي آباد ڪرايا هئا. جن مان ڪن گهراڻن جو اولاد اڄا تائين هتي رهي ٿو ۽ ڪجهہ ماڻهو انگريزن جي دور ۾ لڏي ڳوٺ جي ڏکڻ ۾ پير محمد لاڪي ۽ رب رکيي لاڪي جي نالي سان ڳوٺ ٻڌي ويٺا. پير محمد لاڪو ۽ رب رکيو لاڪو انگريز دور ۾ هتان جا سڃاتا ۽ طاقتور زميندار هئا. جن جي پونئرن جي زميندراي اڄ بہ ديهہ لاڪا ۾ رهندي اچي. هن خاندان جي وڏن موجب ڪلهوڙن جي وڏي ڏاڏي ميان حال الله (اول) (1725ع-1640ع) جي پڙپوٽي سجڻ (1840ع-1732ع) جي شادي، ڪلهوڙي وٽان ٿي هئي. خليفي الله بخش ڪلهوڙي جا وڏا ان وقت پنهنجي قبيلي جا اڳي سردار هئا انهن جو ڏاڏو پير ميان جان محمد ڪلهوڙو، ميان شاهل محمد ڪلهوڙي جو سڳو ماسات هو هي گهراڻو 71-1770ع ۾ ڪلهوڙن سان متي ماٽي ڳنڍڻ کان پوءِ آهستي آهستي ڪلهوڙو سڏجڻ لڳو. هن گهراڻي جي مشهور ۽ معروف عالم، ڪاتب ۽ خطاط صابر "فقير" (1911ع-1795ع) پنهنجين قلمي تصنيفن ۾ ڪٿي "ڪلهوڙو"، ڪٿي "ڪلهوڙيجو" لکيو آهي. نہ تہ اڪثر جاين تي عرفيت ۾ قريشي ۽ لقب ۾ پانڪا (پانڪا) لکي آهي سندس قلمي نسخن مان مخدومن جي نالن سان قلمي مواد بہ ملي ٿو. هن ڳوٺ ۾ ڪلهوڙن ۽ لاڪن جي آبادڪاري کان پوءِ هندو آباد ٿيا جي ڀرپاسان جهلي جي اتر اولهہ جي ڪنڌ ۾ "بولچند" جي ڳوٺ ۾ رهندا هئا. هندو 85-1780ع ڌاري هتي آباد ٿيا. هندن جي آباديءَ کان پوءِ ٻيون ذاتيون آهستي آهستي آباد ٿيون. جن ۾ ڪوپانگ، ناٿگراج، جمالي، راهوجا، سومرا، موچي، منگي، سيد، بروهي، چانڊيا، ڏيپر، لوهڻ، پنهور، ڏکڻ، شيخ، سوهو وغيره قابل ذڪر آهن. هينئر مٿين ذاتين مان لاڪا، ڪلهوڙا، چانڊيا، ڏيپر، شيخ، سومرا، ابڙا (جيهڻ)، سوهو، سيد ۽ پنهور رهن ٿا. باقي ذاتيون لڏي ويون.

هن ڳوٺ ۾ ڏيپر قبيلي جا ماڻهو اصل ڪنديارو جا رهاڪو هئا. 1800-1798ع ڌاري درياهہ جي اٿل سبب ڪي لڏي وڃي وارهہ تعلقي جي ڳوٺ جاٽي بند ۾، ڪي گهٽڙ ۾، تہ ڪي وري لاڙڪاڻي لڳ "ٽاٽچن جي ڳوٺ" ۾ رهيا. 1855ع کان پوءِ آهستي آهستي سڀئي هتي اچي آباد ٿيا. هن قبيلي جا وڏا هئا: الهڏنو خان، ميهر خان، محمد اسماعيل، ساجن خان، خدا بخش ۽ محبت خان. شيخ شڪارپور مان 1875ع ڌاري لڏي اچي آباد ٿيا. سندن وڏو محمد آچر هو. هي شيخ پاڻ کي "پنهياڻي" سڏائين ٿا. شڪارپور ۾ پنهي خان جي نالي سان سندن وڏو هو. اتان پنهنجن سان اڻبڻت ڪري لڏي هتي آباد ٿيا. هتان جا چانڊيا جيڪب آباد جي علائقي "ڪهل پور" جا رهاڪو هئا. 1850ع ڌاري اتان لڏي ڀرپاسان قنبر جي ڳوٺ جمعي چانڊيي ۾ ويٺا. جتان پوءِ 1875ع ڌاري هتي ويٺا. هنن جي واند، ڳوٺ کان ڪجهہ قدمن تي اولهہ طرف ۽ قبرستان لڳ اوڀر ۾ اٽڪل 20 گهرن تي ٻڌل آهي. سندن وڏو چاڪر خان هو جيڪو 1981ع ۾ لاڏاڻو ڪري ويو. سومرا بہ هتان جا قديمي رهاڪو آهن. هن قبيلي جا ماڻهو اوائلي ڪرت جي اعتبار کان لوهہ وڪڻ ۽ ڪتي سڏجن ٿا. 1877ع ۾ ڪنگ ذات جي ڪجهہ ماڻهن کي ڪلهوڙن هتي پلاٽ ڏئي آباد ڪيو. هي اصل "چاڙهي جي ڳوٺ" لڳ عاليوال (فريد آباد، ضلعي دادو) جا رهاڪو هئا. هي گهراڻو 1850ع ۾ اتان لڏي تعلقي لاڙڪاڻي جي ڳوٺ "ڪنگا" ۾ رهيو. سندن وڏا بہ اصل ڪنگن جا رهاڪو هئا. جتان 1877ع ڌاري اهو گهراڻو هتي اچي آباد ٿيو. سيد اصل جيڪب آباد جا رهاڪو هئا. سندن وڏو شير شاهہ هو. هي بہ انگريزن جي دور ۾ هتي آباد ٿيا. پنهور ميرو خان تعلقي جي ڳوٺ ڪنڌيءَ مان ورهاڱي کان پوءِ 1958ع ۾ لڏي آيا. سندن وڏو محمد هاشم هو. انگريز دور ۾ هتان جي هندن کي بہ وڏي اهميت حاصل هئي. هتان جي مڙني مالي ۽ ڪاروباري وسيلن تي سندن ڪنٽرول هئي. هندن کي گهڻو ڪري هن ڳوٺ ۾ صراف، ڪرياني، سبزيءَ ۽ وکرن جا دڪان هوندا هئا. مسلمان انهن کان گهڻو ڪري قرض تي سامان ڪڻندا هئا. جيٺي مل، اتل مل، ريجهو مل ۽ هوندي مل کي لڻ جون وکريون هونديون هيون. انهن وکرن ۾ چانور صاف ڪرڻ لاءِ لنگر جا جتن رکيل هوندا هئا. چاڙها پاڻهن ۾ چيرون پاڻي لڏ چڙهيندا هئا. ڳوٺ جي زرعي زمين کي اوائل کان نور واهہ آباد ڪندو رهي ٿو. نور واهہ جي سنڀال لاءِ سرڪار طرفان داروغا ۽ جمعدار بہ رکيل هئا.

**پاون سنگهہ جي. تلريجا:** پاون سنگهہ تلريجا جو جنم ناٿچ ڳوٺ، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ 1911ع ۾ ٿيو. سندس والد جو نالو گاهي سنگهہ تلريجا هو. پاون سنگهہ هڪ سٺو ليکڪ هو. ڊسمبر 1936ع ۾ آريا سماج تحريڪ ۾ شامل ٿيو. هن ڌرمي ۽ ٻين ڪيترن مسئلن تي ڪتاب لکيا. جن ۾ جيون ودئيا، فرضن جي دنيا، منهنجو سفر، وگياني روحاني رهبر ۽ ايشور دربار، سنڌ ايڪارڪ، هيراموتي، تارا گل، وشنو ۽ وشنو ڀڳتي وغيره شامل آهن. هو هڪ سماج سڌارڪ انسان هو. پاون سنگهہ "سنڌ ايڪارڪ" جو ايڊيٽر بہ رهيو. ورهاڱي کان پوءِ سنڌ ڇڏي ڀارت لڏي ويو ۽ وڃي الهاس نگر وسايائين.

**ڀاون علي شاهه "ساقي"**: پير ڀاون علي شاهه ولد پير محمد شاهه 15 فيبروري 1887ع تي بدين ۾ ڄائو. سندس خاندان جو سلسلو سيد عبدالقادر جيلانيءَ سان ملي ٿو. ڀاون علي شاهه 14 ورهين جو هو جو سندس والد پير محمد شاهه وفات ڪئي. ٺهنڪري بدين جي شاهه قادري درگاهه جو سجاده نشين ٿيو. سنڌي، انگريزي، عربي ۽ فارسي ٻولين ۾ تعليم حاصل ڪيائين. 20 ورهين جي عمر ۾ شعر چوڻ شروع ڪيائين. "ساقي" سندس تخلص هو. وقت جي مشهور شاعرن سان سندن رهاڻيون هيون، جن ۾ تاج محمد "مشتاق" افغان، ڪرم علي شاهه "ڪرم" ۽ مير عبدالحسين خان "سانگي" شامل آهن. سندس ڇپيل ڪلام گهڻو آهي. مولودن، مدحن، ڪافين، غزلن ۽ قطعن تي مشتمل آهي. جولاءِ ۾. 19 آڪٽوبر 1918ع/ 1331هه تي وفات ڪيائين.

**ڀاوي پريوڳ**: گرامر جي ٽن پريوڳن (ڪرمڻي، ڪرتري ۽ ڀاوي) مان هڪ پريوڳ جو نالو اهو اڪرمڪ يا فعل جو فاعل، جيڪو پنهنجي ذاتي ڀاڱ يا سياڙيڪ حالت ۾ رهي ۽ تبديل نه ٿئي، ان کي پريوڳ ڀاوي يعني نيارو چئبو آهي.

**ڀاويه (ناچ)**: ڀاويه نندي ڪنڌ جو اهڙو ناچ آهي. هڪ عورت مٿي تي ستن کان



ٺڙ ٺامي جون گهاگهرون، جيڪي نمبر وار ننڍيون هونديون آهن مٿي تي رکي، دهل ۽ ٻين سازن جي لئي تي هٿن جي اشارن ۽ پيرن جي لمڪن سان نچندي آهي. انداز اهڙو هوندو آهي جو مٿي تي رکيل گهاگهرون ڪري نه سگهنديون آهن. هي نهايت ئي مهارت وارو ناچ آهي. ڪڏهن ڪڏهن عورتون گول دائرو ناهي، هڪ ٺامي جي گهاگهر مٿي تي رکن ۽ ان جي مٿان ٿالهي ۾ ڏيئا ٻاري ناچ ڪن. هن ناچ ۾ استعمال ٿيندڙ ساز سارنگي، طبلو، مردنگ، هارمونيم ۽ جهانجهه هجن ٿا.

**ڀاءُ**: ڀاءُ جا ٻه معنيٰ لفظ ڀائر ۽ ڀڏو آهن. ڀاءُ کي عربيءَ ۾ 'اَخ'، فارسيءَ ۾ 'برادر'، هندي ۾ 'ڀائي' ۽ انگريزيءَ ۾ Brother چئبو آهي. هڪڙي پيءُ جا نيٺ ڀاڻ ۾ ڀائر سڏبا آهن.

ڀاءُ لفظ جي معنيٰ دستور، وارو ۽ ڍنگ به آهي. شاعر آسو جي هڪ سٽ آهي:

'دنيا اچڻي وڃڻي، ڪهڙي ڪهڙي ڀاءُ'

ڀاءُ نسياه ۽ حالت کي به چئبو آهي. جنهن مان لفظ 'ڀاڻا' بمعنيٰ چئبو نهيو آهي.

**ڀائڪي**: تعلقي شاهبندر ضلعي ٺٽي ۾ هڪ ديهه جو نالو ڀائڪي آهي.

**ڀائو پيچ**: 'ڀائو پيچ' هندن جو هڪ وڏو ڏڻ آهي. هي ڪَتيءَ مهيني جي چانڊوڪين راتين جي ٻي تٿ آهي جنهن تي ڀرائيل ڀيڻون، ڀائرن جي ساٿي سرڪلائينديون آهن.

**'ڀائو' در محمد، ٻرڙو**: 'ڀائو' جي لقب سان سڃاتپ رکندڙ در محمد ولد خير محمد ٻرڙو، 11 جنوري 1956ع تي قمبر ۾ ڄائو. هن شروعاتي تعليم قمبر مان حاصل ڪئي. سندس تعليم، سنڌي اديب ۽ انٽر آرٽس آهي. 1975ع



کان قمبر ۾ قائم ٿيل مختلف ادبي، سماجي ۽ سياسي تنظيمن جو باني رهيو آهي. جن ۾ گلن جهڙا ٻارڙا سنگت، سڄاڳ ٻار تحريڪ، سنڌي شاگرد تحريڪ، سنڌي مزدور تحريڪ، ڊسٽرڪٽ هسٽاريڪل سوسائٽي قمبر، ڊاڪٽر محبت اڪيڊمي، ڀائو در محمد ٽرسٽ ۽ سنڌي ادبي سنگت، شاخ قمبر شامل آهن. 2005ع ۾ قمبر ۾ "ڀائو در محمد ٻرڙو پبلڪ لائبريري" قائم ڪيائين. 2007ع ۾ محترمه بينظير ڀٽو جي شهادت واري واقعي بعد پيدا ٿيل رد عمل ۾ ٻي سمجهه ماڻهن ڪيترين سرڪاري عمارتن ٻشڪن سان گڏ هن لائبريريءَ کي به ساڙي ڇڏيو. هن واقعي ۾ لائبريريءَ کي پهتل نقصان تي ڪيترن ساڃهه وندن آواز اٿاريو. قمبر ۾ سماجي ڪمن جي حوالي سان ڀائو در محمد ٻرڙو ڪيترين ئي تنظيمن جو ميمبر ۽ عهديدار رهيو آهي. "گل ڦل ٻارڙا سنگت" جو چيئرمين ۽ سنڌي ادبي سنگت ضلعي قمبر-شهدادڪوٽ جو ضلعي رابطه سيڪريٽري ۽ شهري اتحاد قمبر جو صدر رهي چڪو آهي. "سات هلندو رهي" نالي هڪ ڪتاب 2009ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيائين جنهن ۾ سڙي ويل لائبريريءَ بابت تاثر ۽ ڪيس اسٽڊي آهي. هن اها لائبريري نئين سر تعمير ڪرائي آهي. در محمد ٻرڙي سياسي ۽ سماجي ماڻهن سان گڏجي نئين ضلعي هائي "قمبر شهدادڪوٽ ايٽ قمبر" قائم ڪرائڻ واري تحريڪ ۾ اڳرائيءَ وارو ڪردار ادا ڪيو. قمبر ضلعو بچايو' تحريڪ جو سيڪريٽري رهيو. سندس مستقل رهائش قمبر ۾ آهي.

**'ڀائو' محمد اسماعيل، سيلرو**: محمد اسماعيل سيلرو 'ڀائو' 1954ع ۾ شهدادڪوٽ جي هڪ ڳوٺ "وڏا سيلرا" ۾ عبدالواحد سيلري جي گهر ۾ پيدا ٿيو. سندس والد وڏيري 'ڪل سيلري' جي نالي سان مشهور هو. جو نه انصاف وارا فيصلا ڪندو هو. ان ڪري ماڻهو کيس عزت مان ان نالي سان سڏيندا هئا. هو ڪو وڏو زميندار به نه هو. پر نيڪ مرد هو. ان ڪري 'وڏيرو' ڪوٺائيندو هو. اسماعيل سيلرو پنج درجا سنڌي پڙهي، وڏن سان ٻني ٻاري جي ڪم ڪار ۾ هٿ ونڊائڻ لڳو. ننڍپڻ کان خاموش طبيعت ۽ همعصرن کان مختلف مزاج جو هو. اندر ۾ ڪجهه ڪرڻ ۽ ڪجهه ٿيڻ جي تڙپ هئس. 1970ع واري ڏهاڪي ۾ 'سيلرا شهدادڪوٽ' ۾ سرن جا ڀٺا پچائڻ شروع ڪيائين، جيڪو اڳتي هلي سندس وڏو ڪاروبار بڻجي پيو. تخليقي ذهن جو ماڻهو هو. نوان نوان تجربا ڪرڻ هن جي سڀاءَ ۾ شامل هو. 1989ع ۾ والد جي وفات بعد مٿس وڏيون ذميواريون پئجي ويون. باوجود ان جي اڳ کان وڌيڪ سنجيدگي ۽ بردباريءَ کان ڪم ورتائين. حساس طبيعت هئڻ ڪري معاشري جي واقعن، وارداتن ۽ دل جي جذبن کي شاعريءَ جي روپ ۾ قلمبند ڪرڻ شروع ڪيائين. سندس شاعريءَ جو هڪ مجموعو "سرجندڙ سنسار" جادم پبليڪيشن سيلرا شهدادڪوٽ پاران ڊسمبر 2008ع ۾ ڊبل ڪرائون سائيز جي 510 صفحن تي ڇپجي پڌرو ٿيو. جنهن جي قيمت 500 رپيا آهي. سندس شاعري بيتن، غزلن،

گيتن، وائي، نظمن ۽ ٻارڙن ٻولن تي مشتمل آهي. هن جا بيت ۽ سٽون ڪاڻ ٻارهن سٽن تائين جيل آهن. ماستر صادق سيلري، خير محمد 'خيرل' سيلري ۽ پروفيسر شير خان سيلري جا 'پاڻي' اسماعيل سيلري جي شاعري، سوچن ۽ شخصيت بابت ڪتاب ۾ ٻه اکر، مهاڳ ۽ تعارف شامل آهن.

**پاڻي:** هي ڳگر جهڙو هڪ وڻ آهي. جيڪو ڪافي وڏو ٿيندو آهي. هن وڻ جا ٻن، گهوگهيتا ۽ سواد ۾ ٻه ڳگر جهڙو ٿئي ٿو. هن مان ڳگر يا انگت نڪرندو آهي. هن وڻ جي گهوگهيتين ( ٻج واري ڦر) کي جبل جا سرهه ۽ گهيتا وڏي شوق سان کائيندا آهن. گهوگهيتا کائڻ ڪري جانورن کي اچ نه ستائيندي آهي.

**پاڻي آسنداس:** پاڻي آسنداس ڳجيري شهر جي هندو لوهاڻن مان هو. وقت جو ناميارو حڪيم ٿي گذريو آهي. پاڻي آسنداس اهنسا جي متي جو قائل ۽ هندو مسلم اتحاد جو زبردست حامي هو ۽ طب ۽ جراحي، جي فن جو وڏو ماهر هو.

**پاٽيبند:** سنڌ جي هندن ۾ ابتدا ۾ پيد پاءِ گهٽ هو اوائلي سنڌي هندن ۽ ڪلهوڙن جي صاحبي، ڪان وٺي پنجاب ۽ ٻين علائقن مان آيل هندن ۾ پيد پاءِ نه هو. پوشاڪ ۾ ساڳي، پڳڙي، انگرکو ۽ ڌوتي هئي. انهن مان پوءِ ڪي ڪلهوڙن ۽ ميرن جي دور ۾ ديواني ۽ ٻين عهدن تي مقرر ٿيا ۽ پوشاڪ ۾ مسلمانن جهڙي پائڻ لڳا ته هنن جا ٻه ڌار پڪ ٿي پيا. هڪڙا عامل پيا پاٽيبند. ساڳئي ذاتي جي اولاد مان جن مسلمان حاڪمن وٽ نوڪريون ڪيون، سي "عامل" (عملدار) سڏجڻ ۾ آيا ۽ جن اباڻي ڪرت، واپار وڻج ڪيو، سي "پاٽيبند" ڪونجڻ لڳا. هي هڪ هٿرادو فرق هو حيدرآباد جي ڪيترين نکن، سدا رنگائين، ڪرپالاڻين ۽ واسوائين مان هڪڙا عامل ۽ ٻيا پاٽيبند سڏجڻ لڳا. هي پيد پاءِ انگريزن جي دور ۾ هيڪاري وڌي ويو. اصل ۾ عاملن ۽ پاٽيبندن جي هيءَ ونڊ ڪلهوڙن جي دور کان ٿي. ميان نور محمد ڪلهوڙي، (1718ع) اُچ ۽ ملتان مان ڪي هندو آندا. جيڪي اول دادوءَ جي پرسان خدا آباد ۾ اچي رهيا. ميان غلام شاهه ڪلهوڙي 1768ع ۾ حيدرآباد جو شهر جوڙايو ته انهن مان ڪيترا هندو اتي وڃي رهيا. جيڪي خدا آبادي عامل ۽ خدا آبادي پاٽيبند سڏجڻ لڳا. انهن پنهنجن پاڙن ۾ مندر کولايا ته ڳرن جي ٻاڻي ۽ گرمکي اکرن جو ڦهلاءُ ٿيو. ڪيترا ديوان لاڙڪاڻي ضلعي ۾، جدا جدا هنڌن تي وڃي رهيا. ڪي پاٽيبند جيسلمير، گجرات ۽ ٻين هنڌن آيا. جن مان ڪي ديويءَ جا پوڄاري ته ڪي وشنو پنٿي هئا. اهي پاٽيبند جدا جدا هنڌن کان آيا. ڪلهوڙن ۽ ميرن جي صاحبي، تائين سڄي حيدرآباد شهر جي صفائي، ۽ روشني، وغيره جو ڪم، ساگراڻي آکهه وارن مان، مکي تاراچند جي نظرداري، هيٺ هرندو هو يا خاص "پاٽين" (پاٽيبندن) جي نظر ۽ هٿ هيٺ هوندو هو. صفائي، ۽ روشني، وارا ڪمي ڪاسبي سڀ سائن ٻڌل هوندا هئا. پاڻي پاڻهن جا ٻڌياڻ ٻه سنڌن وس هئا. 1947ع ۾ ورهاڱي کان اڳ سنڌ ۾ موجود عاملن جي اڪثريت اُچ ۽ ملتان کان، پاٽيبندن جي گهڻائي پنجاب، جيسلمير، جوڌپور ۽ گجرات مان آيلن جي هئي. جن ۾ ٿورا عامل، ٿورا کتري ۽ گهڻا لوهاڻا هئا. حيدرآبادي عامل وڏا وار رکندا هئا. سنڌن اشٽ ديو گرونانڪ آهي. ڪيترائي پاٽيبند، عاملن کي "مهتو" سڏيندا هئا. يعني "ڏنگ" يا "وڏو". "مهتو" ڪلارڪ يا لکپڙهه ڪندڙ کي چئبو هو ميان نور محمد ڪلهوڙي جڏهن ڳادي، جو هنڌ خدا آباد (ضلعي دادو) کي ڪيو ته ڪيترا پاٽيبند وڻج واپار سانگي ۽ عامل نوڪرين سانگي اتي وڃي رهيا. جڏهن مير فتح علي خان ٽالپر حيدرآباد کي پنهنجي ڳادي، جو هنڌ ناهيو ته خدا آباد جا ڪيترا پاٽيبند ۽ عامل حيدرآباد اچي رهيا ۽ پاڻ کي "خدا آبادي پاٽيبند" ۽ "خدا آبادي عامل" سڏائيندي فخر ڪندا هئا.

لفظ پاٽيبند جي معنيٰ آهي "پاٽيچارو" يا "برادري". هي اصل لوهاڻا کتري، راجپوتن جي سورج ونسي شاخ سان ڳنڍيل آهن. محمود غزنوي، جي فتحن کان پوءِ پاٽيبند (جن ۾ ٻڌراڻي، ميرچنداڻي، پوجواڻي وغيره) ۽ شڪارپوري سنڌي (جن ۾ پاٽيا، هندوجا، چاولا، رهيجا، آگوجا وغيره) سنڌ ڇڏي، اٽلي، جرمني، مصر، ترڪي ۽ آرمينيا جي ملڪن ڏانهن لڏي ويا. اهي واپاري، وڻجارا ۽ سنڌ ورڪي هئا. جيڪي هندوستان ۾ "بنجارا" سڏجڻ لڳا. يورپي ملڪن ۾ کين سنتي (Sinti) سڏيو ويو جڏهن ته چين ۽ منگوليا ۾ کين سنتووي (Sintowee) جو نالو ڏنو ويو. ڪيترائي سنتي محمود غزنوي، جي حڪومت جي خاتمي کان پوءِ ڏيهه وريا. ڪي اچا ۽ الهندي پاسي ڏکڻي ويا ۽ وري سنڌ نه ڏنائون. جيڪي واپس وريا، تن کي "آريان" سڏيو ويو هي لفظ سنسڪرتي لفظ "آريا" کان مختلف آهي. ڏيهه ورڻ تي هنن پنهنجي نکن جي پوياڻ "ڪي" ۽ "جا" جون پڇاڙيون ڳنڍي پنهنجي سڃاڻپ کي برقرار رکيو پاٽيبند ۽ شڪارپوري جيڪي آرمينيا، ترڪي ۽ مصر کان واپس آيا، تن پاڻ سان ڪجهه نوان هنر ۽ حرفتون ٻه آنديون. جنهنڪري هنن جا پير سنڌ ۾ پختا ٿيا.

1947ع ۾ ورهاڱي سبب ڪيترائي پاٽيبند ۽ عامل هندستان لڏي ويا ۽ ٽڙي پکڙي ڪيترن ئي مختلف شهرن ۾ پنهنجو ڪاروبار ڪرڻ لڳا آهن ۽ اقتصادي طور پاڻيرا ٿيا آهن. هو جتي ٻه ويا آهن. اتي پنهنجي قابليت ۽ هنرمند هئڻ ڪري مختلف مارڪيٽن تي سنڌن هڪ هٽي آهي.

**پاٽيبند پنچات:** رگ وید واري زماني کان وٺي پنچاتين جا مُکي، وڏا سيٺ ۽ مالدار هوندا هئا. شهرن ۽ ڳوٺن جي صفائي، روشنائي ۽ ميونسپل ڪم، سنڌن هٿ وس هو سنڌ ۾ اهو دستور، ڪلهوڙن ۽ ميرن جي صاحبين تائين هلندو آيو. مير فتح علي خان حيدرآباد جي صفائي، روشنائي، وغيره جو ڪم ساگراڻي آکهه وارن مان مکي تارا چند ڌرمداس ساگراڻي، جي هٿ هيٺ رکيو هو. تاراچند کان پوءِ پٽس مکي هيرانند اهو ڪم سنڀاليندو هو. ديوان واڌو مل گنگارام جيج پنهنجي هڪ رسالي "خدا آبادين لاءِ ڪنٺ مالا" جي صفحي- 1 تي لکيو آهي: ميرن جي دور تائين، شهر جي ميونسپالٽي، وارو ڪم، خاص پاٽين (پاٽيبندن) جي حوالي هوندو هو ان وقت تائين عاملن کي ڪا ڌار پنچات ڪا نه هئي. شهري ڪم لاءِ هڪ ئي پنچات هئي. شهر جي ميڙ ۾ وڏو مکي هيرانند رهندو هو هندو پاڙو. خدا آباد کان حيدرآباد ۾ اچڻ کان پوءِ پاڻ کي خدا آبادي عامل ۽ خدا آبادي پاٽيبند سڏائيندا هئا. ته ٻه هڪ پکي نيات جا ميمبر هئا. پنچات پکي هئي ۽ مکي ٻه هڪڙو ئي هو مکي تاراچند توڙي پٽس مکي هيرانند. قديم زماني جي رواج پٺاندڙ. شهر جا مکي هئا ۽ نيات ۾ عاملن توڙي پاٽيبندن جي پاڙن ۾ شادي ۽ غمي، وقت، پاڙن جا پير مرد وڏا ٿي رهندا هئا. اٽي وٺي جو آڌر. ڳنڍاڻيون، پرچاڻيون ۽ ٻين سينهي ڳالهين کي پاڻيهي پيا منهن ڏيندا هئا. جڏهن ڪو پيڻ، جابڪ وغيره ڪپندو هون. تڏهن ٻه مکي، ڏانهن ماٺهو ڊوڙائيندا هئا. شهر جي ڪنهن عام ڳالهه بابت، ڪو ميڙ ٿيندو هو. ته ان ۾ مکي تاراچند ۽ ڪانئس پوءِ مکي هيرانند مُکي ٿي ويهندو هو اهو دستور انگريزن جي صاحبي، جي اوائل واري وقت تائين هلندو آيو اڄ ٻه سنڌن آکهه "مکين جي آکهه" سڏجي ٿي ۽ سنڌن گهٽي اڄ تائين "مکي گهٽي" ڪونجي ٿي. سنڌ جي هر ننڍي وڏي ڳوٺ توڙي شهر ۾ پنچات هوندي هئي. اُترسنڌ، وچولي ۽ لاڙ جي پنچاتن جو باقاعدي

سرشتو هوندو هو ريت رواج باقاعدي لکيل ۽ منظور ٿيل رسم تحت هلندو هو هن وقت ڪن هنڌن تي پنچائتي سرشتو رائج آهي. پر اڳي وانگر مضبوط نه رهيو آهي. هاڻي چوندا آهن نه هرڪو ماڻهو پنهنجي گهر جو نڪي آهي.

**پائي تيغ بهادر:** گرو تيغ بهادر سنگهه سکن جو نائون گرو هو. جيڪو 1621ع ۾ هندستان جي صوبي پنجاب جي امرتسر ۾ ڄائو هن آنندپور جو شهر بڌايو ۽ پنهنجي سموري زندگي هندو ڌرم جي رکشا لاءِ ارپي ڇڏي هئي هن جو خيال هو ته ماڻهن کي عبادت ۽ مذهب جي آزادي هئڻ گهرجي. جيڪو سندن پيدائشي حق آهي. آزاد خياليءَ سبب کيس ڪجهه ڪٽر پنٿين شهيد ڪيو سندس جسم کي ٽڪرا ٽڪرا ڪيو ويو جو سندس مڙهه جو رنگ ئي تبديل ٿي ويو جڏهن دهليءَ جي سکن کي اها خبر پئي ته سندس لاش چار سؤ ڪلوميٽر پري آنند پور ڪريا ڪرم لاءِ کنيو ويو. وڃي ته هتي ڪريا ڪرميءَ طور سندس گهر کي باهه ڏئي ڇڏي.

هن کي 44 سالن جي عمر ۾ سکن جو گرو چونڊيو ويو هو پاڻ ڏهه سال گرو رهيو هو سکن جو آخري گرو هو. هونئن سکن جا 10 گرو مڃيا ويا آهن مگر ڏهون گرو گرنٿ صاحب (ڪتاب) آهي. هن کي 1675ع ۾ شهيد ڪيو ويو.

**پائي ٽانوڙداس:** ٽانوڙداس شڪارپوري. ڪنڊڙيءَ جي درگاهه جو معتقد ۽ مريد. شاعر ٿي گذريو آهي. هن جو نالو شاهه عنايت شهيد جي سلسلي جي شاعرن ۾ شمار ٿئي ٿو هن جو وڌيڪ احوال ڪو نه ٿو ملي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ. ڪتاب "ڪافيون" جلد پهرئين ۾ سندس ڪافيون شامل ڪيون آهن جن مان هڪ ڪافيءَ جو ٿلهه هن ريت آهي:

اوهين سوال ڪريو رب کي سرتيون!

هيءَ نمائي ملي وڃي ور کي.

**پائي پرتاب:** ورهاڱي کان پوءِ ڀارت وينداڙ هندن لاءِ آبادڪاريءَ جي رٿا جوڙيندڙ ۽ سنڌيءَ ٻوليءَ جو ڄاتل شخص. جنهن ورهاڱي کان پوءِ سنڌين جي آبادڪاريءَ لاءِ گانڌي ڌام ۾ رٿا جوڙي. گانڌي ڌام (ڪڇ) ۾ مهاتما گانڌيءَ جي ٻارهين ورسيءَ جي موقعي تي. جيڪا 12 فيبروري 1948ع تي ملهائي وئي هئي. پائي پرتاب کي سنڌو آبادڪاري ڪارپوريشن لميٽيڊ طرفان ان جو مئنيجنگ ڊائريڪٽر بڻايو ويو هو.

**پائي خان:** سنڌ ۾ هن نالي سان ٻه يادگار مشهور آهن. هڪڙو ٺٽي شهر ۾ "پائي خان جو محلو". جيڪو محلي اميرخانيءَ سان لاڳو هو ملا گدا علي "پائي خان". مرزا جاني بيگ ترخان جو امير هو ٻيو يادگار حيدرآباد شهر ۾ "پائي خان جي چاڙهي" آهي. جنهن جي آسپاس هن جي حويلي ۽ تلوارن ٺاهڻ جو ڪارخانو هو جيئن ته پائي خان لوهار هو تنهنڪري حيدرآباد شهر ۾ به لوهار طور مشهور هو سندس تلوارن ٺاهڻ جو ڪارخانو موجوده "پڪي پير" واري ايراضيءَ ۾ هوندو هو جتي تلوارن سان گڏ ٻيون ڪهاڙيون ۽ ٻيو لوهي سامان ٺهندو هو پڪي پير واري جاءِ پوءِ ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي دور ۾ جيل خاني طور ڪم ايندي هئي. ميان سرفراز خان ڪلهوڙي کي به اتي قيد رکيو ويو هو ۽ کيس قرآن شريف تلاوت ڪندي تلوار جو ڌڪ هنيو ويو هو. هو تلوار جي ڌڪ سان زخمي ٿي جتي ميان سرفراز خان ڪريو هو اتي ئي هن جي قبر آهي. هنڌ (هاڻي روڊ) تي جن سان لتل هڪ قبر ٺهيل آهي. اتي ئي قبر تي پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ به سندس نالي واري سر ۽ شهادت جي تاريخ لکيل هئي. جيڪا هن وقت گم آهي. جڏهن ته ميان سرفراز جي قبر ۽ مقبرو ڏار موجود آهي. ميان عبدالنبي ڪلهوڙو به پائي خان جي نگرانيءَ ۾ قيدي ٿي رهيو هو.

**پائي خان جو مقبرو:** پائي خان ڪلهوڙا خاندان جو اهم رڪن ۽ ميان نورمحمد ڪلهوڙي جي خاص صلاحڪارن مان هو سندس هي مقبرو ميان نورمحمد ڪلهوڙي جي قبرستان. ديهه ۽ ڳوٺ ميان نورمحمد ڪلهوڙي تعلقي دولتپور، ضلعي نوابشاهه (هاڻي بينظير آباد) ۾ آهي. هن ماڳ جي ڏکڻ ۾ اٽڪل هڪ ڪلوميٽر پنڌ تي نهر جو ڳوٺ آهي. هن جي اوڀر ۾ هڪ ڪلوميٽر پنڌ تي لنڊڪي ڪنٽال. مقيم ڏاهريءَ جو ڳوٺ



پائي خان جو مقبرو

ٽن ڪلوميٽرن پنڌ تي ۽ موري جو شهر 16 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي آهي. هي ماڳ اتر ويڪرائي ڦاڪ 26° 32' 50" ڊگرين ۽ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 68° 04' 50" ڊگرين تي آهي. هن جي اڏاوت ۾ پڪيون سرون. گل. گچ گارو استعمال ڪيو ويو آهي. هن مقبري جي ماپ 6.70 ميٽر اوڀر اولهه 5.25 ميٽر اتر ڏکڻ ۽ اوچائي 6.30 ميٽر آهي.

پائي خان جو مقبرو مستطيل ۽ هڪ ٿلهي تي ٺهيل آهي. لنگهه وارو دروازو اتر ۾ آهي ۽ ان جون ونگون گهڻ راسيون آهن هن جي مهاڙي اڀن ۽ سڌن پائيلن سان سنواريل آهي. ڪمانون گهڻ راسيون آهن. ٻيڙ- ٻنهي تي ڪنگرا ٺهيل آهن. جن مان ڪن جون برجيون ڪري پيون آهن. مقبري جي مٿان محرابي ڇت آهي. ان جي مٿان ڪنول جو ابتو گل ۽ ان جي مٿان ڪلس ٺهيل آهي. اوڀر. اتر ۽ ڏکڻ ۾ هوا جي لنگهه لاءِ دريون ٺهيل آهن اندر. هر پٽ تي گهڻ راسيون ونگون. پائيل ۽ ونگون ٺهيل آهن. هن مقبري جي اندر به قبرون جن گاري سان لتل آهن هن وقت مقبرو چڱيءَ حالت ۾ آهي.

**پائي خان جي چاڙهي:** حيدرآباد شهر ۾ پراڻي ڪوهه نور سئنيما ۽ هن وقت ريشم گهٽيءَ پرسان ڪوهه نور چونڪ وٽان اوڀر طرف چڙهندڙ چاڙهي. جيڪا پائي خان لوهار جي نالي پويان مشهور ٿي. پائي خان پٺاڻ ڪلهوڙن جي وقت ۾ جيلر هو ۽ هي علائقو ان وقت جيل ۾ شمار ٿيندو هو.

**ڀائي ڏرمداس:** ڀائي ڏرمداس ڳوٺ مٺين تعلقي قنبر (موجوده ضلعي شهدادڪوٽ-قنبر) جو صوفي بزرگ ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. هن کي ننڍي هوندي کان وٺي ويدانتي ۽ صوفي بزرگن سان لڳاءُ هو. ننڍي، عمر ۾ ئي صوفي وسڻ گھوٽ جي آستان تي روهڙي، ويندو هو. وقت به وقت ڪيترو وقت ڳوٺ کان ٻاهر هڪ جهنگ ۾ وڃي ذڪر فڪر ڪندو هو. ڪڏهن ڪڏهن اُن جهنگ مان شڪل ڪاٺين جي ڀري ڪڍي، پيرين پيادو روهڙي، تائين وڃي صوفي وسڻ سائينءَ جي لنگر ۾ اچي ڏيندو هو.

ڪجهه عرصي کان پوءِ ڏرمداس لاڙڪاڻي شهر ڀاران هڪ ٽلاءَ تي پنهنجي جيلي بيڪارام سان گڏجي، هڪ ننڍي جاءِ ٺهرائي اُن ۾ رهڻ لڳو ۽ اُتي پنهنجو آستان ناهيائين ۽ سچي چمار ويدانت جو درس ڏيندو رهيو.

ڀائي ڏرمداس تمام گهڻو ڪلام چيو جيڪو سنڌس هٿن اکرن ۾ لکيل هو جيڪو ريل ۾ سفر ڪندي چوري ٿي ويو. جنهن جو ذڪر خوشحالي خوشيرام نيلداس ڪتاب "درويشي ڪلام" ۾ ڪيو آهي. جيڪو ڪوڙي مل 'سنڌي ساهتيه منڊل سڌار سڀا' حيدرآباد ڀاران 1932ع ۾ ڇپيو هو. اُن ۾ ڪيو ويو آهي.

ڀائي ڏرمداس ورهاڱي کان ڪجهه وقت اڳ 80 سالن جي چمار ۾ وفات ڪري ويو.

**ڀائي ڪلاچند:** ڀائي ڪلاچند جو جنم 6 اپريل 1867ع تي حيدرآباد سنڌ ۾ ديوان رامچند گدواڻي، جي گهر ۾ ٿيو. ڪلاچند اڃا ننڍو ئي هو ته هڪ جوڳي، ڪيس ڏسي سنڌس ماءُ کي چيو ته 'تنهنجو هي ٻار اڳئين جنم ۾ يوڳي هو.' ڪلاچند جوڻين درجي ۾ پڙهندو هو ته سنڌس من ۾ ويراڳ جا آثار ظاهر ٿيڻ لڳا. چوڏهن سالن جي عمر ۾ اسڪول وڃڻ بدران جهنگ ۾ اڪيلو ويهي سوچ ويچار ڪندو هو. ڪراچي، ۾ هڪ ناٽڪ ڏسڻ دوران هن جو من دنيا کان ڪٽجي ويو. ڪاڏو بيٺو ۽ گهمڻ ڦرڻ وسري ويس. سنڌس گهر ۾ ڀڳوان ڪرشن جي عبادت ڪئي ويندي هئي. هو به ڀڳوان ڪرشن جي مورتي، اڳيان ويهي گيان ۾ ايترو ته گم ٿي ويندو هو جو ڪيس آسپاس جي ڪا سڌ ٻڌ نه رهندي هئي. ڀائي ڪلاچند جو وڏو ڀاءُ سرڪاري ملازمت ۾ هو. ان ڪري هن ڪلاچند کي سرڪاري نوڪري ۾ رکرايو. پر جنهن ڏٺي سگهوري جي نوڪري ڪئي هجي ان جي دل ڪٿان ٿي ٻي نوڪري ۾ لڳي. پٽ جي اداسي ڀرڪي سنڌس ماءُ خيال ڪيو ته جيڪڏهن ڪلاچند جي شادي ڪرائجي ته سنڌس من سنسار ۾ لڳي ويندو. پر هن شادي، کان صاف انڪار ڪري ڇڏيو. ڀائي ڪلاچند گهر ۾ دروازو بند ڪري ڀڄن ڀڳتي، ۾ مگن رهندو هو ۽ رات جو جهنگ ۾ وڃي ڌڻي، جي ڌيان ۾ گذاريندو هو. سپاهيلاڻي گهٽي حيدرآباد ۾ ان جي ملاقات سنت ڪيشوداس سان ٿي ۽ روحاني رنگ ۾ رنگجي ويو. ننڍي محمد خان وارو سوامي سچانند به ڪيس پاڻيندو هو ٻئي گڏجي، سچي سنڌ ۾ تيرٿن تي ويندا هئا. 1890ع ڌاري سماجي برائين خلاف هڪ تنظيم جوڙيائين. عاملن ۾ مروج ڏيتي ليتي، جي رسم خلاف هلچل هلايائين. 1897ع ۾ جڏهن حيدرآباد ۾ پليگ جي بيماري ڦهلجي، گهٽي گهٽي، ۾ وڃي بيمارن جي خدمت ڪندو هو. ڪين هٿ سان ڪارائيندو پيارينندو هو. دوا درمل ڏيندو هو ۽ جيڪڏهن ڪو گذاري ويندو هو ته ان جي لاش کي باڻ ڪلهي اڳتي سنسار ڪري ايندو هو. هن ڀڳت، انساني خدمتگار ۽ سنت شاعر، 11 مئي 1911ع ۾ لاڏاڻو ڪيو.

**ڀائي ڪنيا (1648ع_1718ع):** ڀائي ڪنيا 1648ع ڌاري ڏمڻ ڪتري، جي گهر ضلعي سيالڪوٽ جي شهر وزيرآباد ۾ جاڻو ڪيس سيوا پنٿي يا اڏن پنٿي سک فرقي جو باني سمجهيو وڃي ٿو سنڌس پيءُ هڪ امير واپاري هو. پر ڀائي ڪنيا فقيراڻي طبيعت جو مالڪ هو. سنڌس لاڙو مذهب ڏي گهڻو هو جوائي، کان ئي سُک ۽ شانتي، جو متلاشي رهيو. هن جي من کي شانتي تڏهن ملي. جڏهن هي گرو تيغ بهادر سان مليو ۽ سنڌس چيلو ٿيو. هن اٽڪ شهر لڳ ڳوٺ ڪهرا ۾ هڪ ڌرم شالا قائم ڪئي. جيڪا اڳتي هلي سکن جو تبليغي مرڪز بڻي. هن جي زندگي، جو مقصد رڳو اهو هو ته هو بنا لالچ ۽ لوڀ جي عام خلق جي خدمت ڪري. جنهن ۾ ڪنهن خاص مذهب، رنگ، نسل ۽ قوميت جو فرق نه هجي. 05-1705 ڌاري جڏهن آنند پور سکن جو مرڪز هو مغلن ڪين ڪافي ڏنو ته ان لاءِ سکن مغل فوج سان مهاڏو اٽڪايو اٿهي. جنگ دوران ڀائي ڪنيا جي ڪلهي ۾ پکال هوندي هئي ۽ هو بنا ڪنهن متڀيد جي سيتي زخمين کي پاڻي پيارينندو نظر ايندو هو. هي مسلمان زخمين جي به اهڙي سنڀال ڪندو هو جهڙي سک زخمين جي. جنهن تي سکن مٿس تنقيد ڪئي ۽ اهڙي دانهن گرو گوبند سنگهه کي ڏناٺون ته هو دشمنن سان مليل آهي. ڪيس دشمنن جي خدمت ڪندي ڏٺو ويو آهي. جڏهن ته مغلن شهر جي رسد بند ڪري ڇڏي آهي. پر ڀائي ڪنيو ڪين برابر پاڻي پهچائي رهيو آهي. گرو گوبند سنگهه ڪيس گهرايو ۽ پڇيو ته ڀائي ڪنيا هي تون ڇا ڪري رهيو آهين. دشمن جي زخمين جي ملم پٽي به ڪري رهيو آهين ۽ ڪين پاڻي به پهچائي رهيو آهين. ڇا اهو سچ آهي؟ ڀائي ڪنيا جواب ڏنو. گرو جي اهو درست آهي. پر جنگ جي ميدان ۾ مرندي يا زخمي ٿيندي مون نه سک ڏٺو نه مغل ڏٺو مون رڳو انسان ڏٺا. جيڪي مري ۽ تڙپي رهيا هئا. اهي سڀ هڪ ئي خدا کي ياد ڪري رهيا هئا. مون کي انسانن جي خدمت جو سبق مليو آهي. سکن يا مسلمانن جي خدمت جو نه.



ڀائي ڪنيا زخمين کي پاڻي پيئاريندي

گرو گوبند سنگهه سنڌس جواب کان ڏاڍو متاثر ٿيو ۽ چيائين ته هن ئي گربائي، کي سمجهيو ۽ پرکيو آهي. گرو گوبند پوءِ هن کي ڪجهه دوائون ڏنيون ۽ چيو ته تون هاڻي زخمين جي ملم پٽي به ڪندو ڪر.

اڄ به ڀائي ڪيني جا پوئلڳ هر قسم جي پيداواڻ کان آجا آهن. جڏهن به ڪو خير جو ڪم ڪندا آهن ته سچي انسانيت کي سامهون رکي ڪندا آهن. سنڌس سنڌ ۾ به ڪيترائي پوئلڳ آهن.

**ڀائي ڪيشورام:** ڀائي ڪيشورام ٻٽ ديوان هوتچند سياهيملاڻيءَ جا وڏا حيدرآباد ۾ صوفي فقير ٿي گذريا آهن.

ڀائي ڪيشورام، صوفي دليت جو طالب هو. خوشيرام جي ڪتاب "درويشي ڪلام" ۾ ڄاڻايل آهي ته "ڀائي ڪيشورام جو چاچو گياني چيلداس، روحل فقير جو پالڪو هو. ان ڀائي ڪيشورام کي اشارو ڏنو ته تنهنجي ڀاڱي ۾ سائين دليت نامور فقير آهي. ان سان وڃي صحبت ڪر. اها آگيا وٺي ڀائي ڪيشورام، ڀائي دليت وٽ ويو ۽ ان جي صحبت ۾ گذارڻ لڳو." ڀائي ڪيشورام، صوفي دليت جي لاڏاڻي کان پوءِ سندس گاديءَ تي ويٺو. سدائين ويراڳ ۾ رهندو هو. فقيرن کي ڪپڙو ۽ اَن ڏيندو رهندو هو. دروازي تي جيڪو ايندو هو، ان جي خدمت ڪندو هو ۽ کيس روٽي ڀاڄي کارائي، پاڻي پياريندو هو. کيس ٻه فرزند ڀائي هريرام ۽ آتمارام هئا.

ڀائي ڪيشورام 75 ورهين جي ڄمار ۾ 1889ع ۾ چالاڻو ڪيو. کانئس پوءِ هريرام ۽ ان بعد آتمارام ۽ ان کان پوءِ ڀائي اندرام گاديءَ تي ويٺو. سندس تمام گهڻو ڪلام چيل هو جيڪو ورهاڱي وقت ضايع ٿي ويو.

**ڀائي کيمچند:** ڀائي کيمچند حيدرآباد، سنڌ جو رهاڪو صوفي سنت ٿي گذريو آهي. هي فقير مشهور ويدانتي شاعر صوفي دليت جو مريد هو ۽ وٽس گهڻو وقت گذاريندو هو ۽ سندس 'واڻي' ڳايا ڪندو هو. خوشيرام جي تصنيف "درويشي ڪلام" ۾ ڀائي کيمچند بابت درج ٿيل آهي ته "ڀائي صاحب دنيا جي بکيڙن ۾ اصل ڪو نه پوندو هو. سدائين پنهنجي گهر جي پرسان هڪ ننڍڙي اوطاق ۾ در بند ڪري ايشور جي ڀڄن ۾ گذاريندو هو. اوطاق ۽ گهر جي وچ ۾ هڪ ننڍي دري هئي، جنهن ۾ سندس گهر وارا جوڙ جي ٻوڙي جو ٽڪر ۽ وٽيءَ ۾ ساڳي ڀاڄي رکي ويندا هئا. جو ڪاٽي پنهنجو وقت ڀڄن ۾ گذاريندو هو." ڀائي کيمچند سڄي حياتي نهايت سادگيءَ سان گذاري ۽ 1884ع ۾ چالاڻو ڪيو.

**ڀائي ڪيئلرام صوفيءَ جا شبد** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب راڌا ڪرشن جهمٽ مل جو لکيل آهي. جنهن ۾ صوفي ڪيئلرام جي تعليمات ۽ پيغام موجود آهي. ڊيمي سائيز واري ڪتاب ۾ 80 صفحا آهن ۽ قيمت 5 آنا ڄاڻايل آهي. هن ڪتاب جو ڇاپو پهريون، شيواجي پريس، لاڙڪاڻي مان سال 1930ع ۾ ڇپيو.

**ڀائي گرداس:** ڀائي گرداس، پنجابي سک ليکڪ، تاريخدان ۽ مذهبي اڳواڻ 1551ع ۾ پنجاب جي ننڍڙي ڳوٺ گوئندوال ۾ ڄائو. سندس پيءُ جو نالو ڀائي ايشور داس هو جيڪو گرو امرداس جو سوٽ هو. سندس ماءُ جو نالو جيوڻي هو. ڀائي گرداس جڏهن ٽن سالن جو ٿيو ته سندس ماءُ گذاري وئي. ٻارنهن سالن جي عمر ۾ سندس پيءُ گذاري ويو. جنهنڪري ڀائي گرداس کي پنهنجي چاچي گرو امرداس پاليو. هن پنهنجو ننڍپڻ گوئندوال ۽ سلطانپور لوڌيءَ ۾ گذاريو. گوئندوال ۾ رهڻ دوران هن اتي ايندڙ ڪيترن ئي سک عالمن کي ٻڌو ۽ ڪاٿن سکيو. ان کانپوءِ هو بنارس آيو. اتي اچي سنسڪرت سکيو ۽ هندو مذهبي ادب جو مطالعو ڪيائين. گرو امرداس جي ديهانت کان پوءِ جڏهن گرو رامداس سکن جو گرو مقرر ٿيو ته هن کي آگري ۾ سک مذهب جي ڦهلاءُ لاءِ مقرر ڪيو ويو. 1557ع ۾ هن پنهنجون خدمتون هرمندر صاحب حوالي ڪيون ۽ اتي 12 سال رهيو. ان کانپوءِ هو ڪرتار پور موٽي آيو جتي هن ڪيترا شعر جوڙي بادشاهه اڪبر اعظم کي ٻڌايا، جن ۾ اهو تاثر هو ته سک مسلمانن جي خلاف نه آهن. ڇو ته انهيءَ دور ۾ ڪن سکن اسلام جي خلاف ڪي اهڙيون ڳالهيون ڪيون هيون، جن مان اهو تاثر پيدا ٿيو هو ته سک، اسلام ۽ مسلمان حڪومت جي خلاف اندران اندران ڪم ڪري رهيا آهن. جنهنڪري اڪبر بادشاهه سکن خلاف توجهه ڏيڻ شروع ڪيو هو ۽ سک مت خطري هيٺ اچي ويو هئي. ڀائي گرداس جي شعر سبب اڪبر اهو خيال دل مان ڪڍي ڇڏيو. گرو رامداس جي ديهانت کانپوءِ پنجون گرو ارجن ديو مقرر ٿيو جنهن جا ڀائي گرداس سان تعلقات گهاٽا رهيا ۽ هو سندس بيحد عزت ڪندو هو. گرو رامداس کيس پنهنجو مامو سمجهندو هو. اهو جهانگير جو زمانو هو ۽ جهانگير سک مت کي سلو ڪو نه سمجهندو هو ڇو ته سکن جي چرچ ۽ سک مت جي مقبوليت وڌي وئي هئي. ڀائي گرداس پنجين گروءَ جي حڪم تي ڪابل، ڪشمير، راجستان ۽ وارانسي وڃي مذهب جي پرچار ڪئي ۽ بعد ۾ هن سري لنڪا وڃي سک مت جي پرچار ڪئي ۽ ماڻهن کي ٻڌايو ته زندگيءَ جو مقصد ڇا آهي ۽ اها ڪيئن گهارجي.

هن 1604ع ۾ 19 سالن جي سخت محنت سان گرنٿ تيار ڪري گرو ارجن ديو ڏانهن منسوب ڪيو. هن نه صرف 'آدي گرنٿ' لکيو پر ان کانسواءِ ٻه ٻين چئن سک عالمن ڀائي هريا، ڀائي سنت داس، ڀائي سُکا، ڀائي منسارام جي مختلف لکڻين جي به نگراني ڪئي. سندس لکڻيون "وارن ڀائي گرداس" جي نالي سان پنجابي زبان ۾ مشهور آهن.

هن ڇهه چاند لکيا، هر هڪ چاند ۾ 8 نظم آهن برج ڀاشا ۾ 672 ڪبت ۽ 3 سوايا (Swayyas) ۽ پنجابيءَ ۾ 912 ڀاڻوريون لکيون.

هي عالم ۽ سکن جو مذهبي اڳواڻ 25 آگسٽ 1635ع تي گوئندوال ۾ ديهانت ڪري ويو. سندس ڪرياڪرم جون رسمون گرو هر گوبند صاحب (سکن جي ڇهين نمبر گروءَ) پنهنجي هٿن سان ادا ڪيون.

**ڀائي گگر** (Guggul (Camiphora Mukul: وڻ جو هڪ قسم. جيڪو گگر وڻ جي هڪ جنس آهي. جنهن جي ڪاٺي خوشبودار ٿيندي آهي. ان جي ڦر کي "گهوگهيٽا" سڏيندا آهن جيڪي چئن جيڏا ٿيندا آهن. اهي پهرين ساوا ۽ پچڻ کان پوءِ ڳاڙها ٿيندا آهن. انهن جو ٻج ڪارو ٿيندو آهي. وڻ جا ڪچا ڦر ننڍڙي گهوگهيٽا ذت طور کاڌا آهن. هن وڻ جي ڪاٺيءَ جا ڳترا مٺا ٿين ٿا ۽ چوسبا آهن. هن جي ڪاٺيءَ جي دونهين سان چاڙي يا مانيءَ کي واسيو آهي ته جيئن ڏڌ ۾ خوشبوءِ ٿئي.

**ڀائي گنگارام تلوڪچند جيون سڌار مالها** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ڏيچند ڪندن مل جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 97 صفحا آهن ۽ قيمت 3 آنا ڄاڻايل آهي. ڪتاب جو ڇاپو ٽيون، ورهاڱي کان اڳ ڪوڙي مل، ساهتيه منڊل حيدرآباد، مان ڇپيو.

**ڀائي لعل محمد، استاد:** ڀائي لعل محمد 1887ع ۾ امرتسر ۾ ڄائو. سندس تعلق ربابي گهراڻي سان هو. کيس امرتسر ۾ ميوزڪ جو اسڪول هوندو ۽ هو امرتسر جي پاسبان چوڪ تي رهندو هو. استاد ڀائي لعل خان گذريل وقت جي فقير موسيقارن وانگر پنج وقت نمازي ۽ تهجد گذار شخص هو. 1919ع ۾ هن محبوب علي ستار نواز کان موسيقيءَ جي تعليم حاصل ڪئي. 1921ع ۾ هو هندستان جي مشهور ڪلاسيڪي گويي پنڊت ڀاسڪر راؤ جو شاگرد ٿيو. استاد لعل محمد ۽ پنڊت ڀاسڪر ٻئي همعصر گويا هئا. ٻنهي گوين مسلمان موسيقارن کان موسيقيءَ جي تعليم ورتي هئي. تنهنڪري ٻنهي ۾ مسلمان گوين جا



ڳائڪي وارا ڳڻ موجود هئا. ۽ ان موسيقيءَ جي وڏين ڪانفرنسن ۾ حصو وٺندا هئا ته ڪڏهن ڀائي لعل محمد ته ڪڏهن ڀاسڪر ڳرهه کٽيندو هو ۽ پوءِ به لعل محمد، ڀاسڪر جي ڳائڪيءَ جي انگن کان گهڻو متاثر ٿيو ۽ سندس شاگردي ورتائين. هن 1922ع ۾ وفات ڪئي، پوءِ به لعل محمد سڄي ڄمار کيس پنهنجو استاد مڃيندو رهيو. استاد ڀائي لعل محمد کي 1925ع ۾ شڪارپور سنڌ جي هڪ ميوزڪ ڪانفرنس ۾ "سنگيت ساگر" جو لقب مليو. واقعي هو هئو به سنگيت جو سمنڊ. ڪانئس پوءِ اهو لقب هندستان ۾ ڪنهن به ڳويي کي نه مليو آهي. هن پنهنجي سموري حياتي هن علم کي سکڻ ۾ گذاري ڇڏي.

استاد ڀائي لعل محمد جو والد ميان عطا محمد، استاد بني خان صاحب جو شاگرد هو ۽ استاد بني خان، هدو خان ۽ حسو خان جو شاگرد هو. هدو خان ۽ حسو خان گواليار گهراڻي جا ڳائڪ هئا. ته لعل محمد به پنهنجي والد معرفت گواليار گهراڻي جي رنگ جي ڳائڪيءَ ۾ ڪمال حاصل ڪيو. استاد ڀائي لعل محمد پنهنجي پٽ نثار حسين خان ۽ غلام حسين شڳن کي موسيقيءَ جي تعليم ڏني. نثار حسين خان 21 سالن جي عمر ۾ وفات ڪري ويو. جڏهن ته غلام حسين شڳن پاڪستان ۾ گواليار گهراڻي جو نمائندو ڳائڪ شمار ڪيو ويندو آهي. 1935ع ۾ استاد لعل محمد لاهور ۾ موسيقيءَ جو اسڪول کوليو. هندستان جي مختلف رياستن جي والين کيس ڀاڳ وٽ ملازمت جي پيش ڪش ڪئي، پر هن جي خود دار طبيعت، انهيءَ ڳالهه کي ڪڏهن به گوارا نه ڪيو. ڪجهه عرصو ڪولمبيا رڪارڊنگ ڪمپنيءَ ۾ ڪمپوزر جي حيثيت ۾ به ڪم ڪيائين. هن پنجاب جي لوڪ گيتن جي موسيقي ترتيب ڏني. مشهور لوڪ گيت "لنگهه آجا پتڻ چنڊ دا، او يار" سندس ڪمپوز ٿيل آهي. سندس شاگردن ۾ بيند ماسٽر جهانگير خان، ڪلارنٽ نواز عالم گير خان، سنتو خان، صوفي خدا بخش، قادر فريدي، لوڪ گلوڪار سائين اختر حسين، محمد علي فريدي قوال ۽ هندستان جو مشهور اداڪار اوم پرڪاش تمام گهڻا مشهور آهن. کيس درباري، شاهاڻا، شار ۽ ديسي توڙيءَ تي عبور حاصل هو. هي ورهاڱي کان پوءِ 1947ع ۾ پاڪستان آيو. زيڊ اي بخاريءَ، جيڪو ريڊيو پاڪستان جو ڊائريڪٽر جنرل هو، کيس لاهور ريڊيو تي مقرر ڪيو. ڪجهه عرصي کان پوءِ سمجهيو ويو ته هاڻ هن جو ڪم به مصرف ناهي ۽ بيڪار ٿيندو آهي، ته نوڪريءَ کان جواب ڏئي ڇڏيائونس. عمر جي آخري حصي ۾ کيس دم جي تڪليف ٿي پئي ۽ آواز به ختم ٿيڻ لڳو، تڏهن ته ڳائڻ ڇڏي دلربا ساز وڄائڻ شروع ڪيائين. کيس دلربا وڄائڻ ۾ به مهارت حاصل هئي. هن 24 نومبر 1962ع ۾ وفات ڪئي.

**ڀائي مردانا** (رباب نواز): ڀائي مرداني جو جنم سال 1459ع ۾ ڳوٺ راءِ ڀوئي دي تلونڊي ضلعي شيخو پوره پنجاب ۾ گرونانڪ صاحب جي جنم کان ڏهه سال کن اڳ ٿيو. سندس پيءُ جو نالو لاکو ۽ ماءُ جو نالو بدران هو. سندس والدين کي اڳ ۾ جيڪي پنج ڇهه ٻار ڄاوا هئا، سي سڀ فوت ٿي ويا. انڪري ستين نمبر ٻار جو نالو ڄمڻ سان "مرجانا" (مري وڃڻ) رکيو ويو. 'مردانا' جي نالي بابت هڪ ٻي روايت آهي ته سندس نالو پرنسپال ستبير سنگهه چواڻي 'راڻا' رکيو ويو هو، پوءِ جڏهن هن تي گرونانڪ صاحب جو رنگ چڙهيو تڏهن گرو جيءَ کيس 'مردانا' (مردانا = نه مرندو) ڪري سڏيو. سندس اهو نالو مشهور ٿيو. مردانو ذات جو چارڻ هو. جن کي ميراثي به چيو ويندو هو. سڄي اتر هندستان ۾ اها ذات آبرومند هئي: هنن کي ورثي جو راکو يا نگهبان سڏيو ويندو هو. چاڪاڻ ته اهي جنم، موت، ۽ شادي مراديءَ جي موقعي تي ڪٽنبن جي وڏڙن جون تاريخي ۽ خانداني روايتون ۽ ڪهاڻيون ڳائي ٻڌائيندا هئا. مردانو 54 سال گرونانڪ صاحب جي خدمت ۾ رهيو. 1497ع ۾ گرونانڪ جڏهن سفر تي اسهيو ته مرداني سان گڏ ڀائي لال جي غريباڻي گهر سعيدپور (ايمن آباد) ۾ اچي منزل انداز ٿيو. جتي گرو نانڪ هڪ سال جو عرصو ڪلن اندر ڏيان ۾ گذاريو. مردانو هر مرحلي ۾ ساڻس گڏ رهيو. مردانو نه رڳو وڏو سنگيتڪار هو پر نيڪ طبع انسان به هو. اُن ڪري گرو جي کيس ڏاڍو پسند ڪندو هو. مردانو تنبيڻ کان رباب تي گربائين جو ورد ڪندو هو.



گرونانڪ عرب ۽ ايران جي "تاري" ساز ۾ نواڻ لاءِ ڪجهه اضافا ڪري، پنهنجي ساٿي مرداني کي رباب جو ماهر ڪري، ڏنيءَ جي ڪريا، دنيا ۽ سوبيا جا پڇن ڳاراڻي رباب روايت قائم ڪئي سک سنگيت جيڪو پوءِ عوامي سنگيت جي سطح طور ابري آيو. ان جو پهريون اڳواڻ رباب وڄائيندڙ مرداني کي سمجهيو وڃي ٿو. اڳتي هلي سک سنگيت کي پوءِ ڪلاسيڪي راڳ کان الڳ سمجهيو ويو.

مرداني جا ٽي پڄن توشي جي نندا بابت راڳ بهاڳڙي (وهاڳڙي) ۾ آدي گرنٿ ۾ شامل آهن. گروجيءَ جو نالو رڳو مردانا کي استعمال ڪرڻ جي اجازت هئي. هن کي به پٽ هئا، راجدا ۽ شاجدا، شاجدا تلونڊ ۾ ۽ راجدا ڪرتار ۾ رهندو هو. شاجدا گرو انگ ۾ ڳائيندو هو. هن کي وري به پٽ ساتو ۽ سالو ٿيا، جيڪي گرو امرداس ۽ گرو رامداس جا درباري ڳائڪ هئا. وري سندن ننڍا بلوند ۽ ستا گرو ارجن جي دربار جا راڳي ٿيا. اهي رباب تي ڀاڄيون چوندا هئا.

مردانا جي ديهانت بابت ٻه روايتون آهن: (1) هي گرو نانڪ جي آخري سفر دوران افغانستان ۾ 1538/39ع ڌاري لاڏاڻو ڪري ويو (2) ٻيءَ روايت موجب گرو نانڪ سان گڏ موٽي آيو ۽ گرونانڪ جي وفات کان هفتي ڏيڍ بعد سندس مرتيو ڪرتارپور ۾ ٿيو.

- رباب خاندان مرداني کان ئي شروع ٿيو.

**ڀائي مولچند عاج وارو**: مشهور سماج سڌارڪ ڀائي مولچند جو جنم حيدرآباد ۾، 1850 جي وساک مهيني جي 12 تاريخ تي مينگهراج ڪرپالاڻيءَ جي گهر ۾ ٿيو. ماڻهوءَ جو سڪيلڌو پٽ هو. ننڍي هوندي سنڌي ۽ گرمکي اکر سکيو. سندس ماڻت وڏي پهتي وارا هئا ۽ سندن وڏو ڪاروبار هو. مولچند به شروع ۾ هندي جو سامان خريد ڪري، سنڌ مان بمبئيءَ موڪليندو هو. پوءِ عاج جو ڌنڌو ڪيائين. ڌنڌي دوران غريبن جي ڪالي پرگهور لهندو هو. اسپتالن ۾ داخل مريضن لاءِ ڳاڌيءَ ۽ دوائن جو خاص بندوبست ڪندو هو. مسڪين مائٽن جي گهر اناج پهچائيندو هو. سال 1897ع ۾ پليگ جي وڏي بيماري پکڙي ته ان وقت هن درويش پنهنجي جان جوکي ۾ وجهي، مريضن جي خدمت ڪئي ۽ مريضن کي هزارين رپيا ڪاڌي پيتي لاءِ وڃي ڏيندو هو. ان وقت هزار رپيا اڄ جي لک رپين کان مٿي هئا. هنن نيڪ ڪمن ۾ ڏيارام گدومل، ڀائي مولچند جو ساٿي هو. هي نيڪ ٻانهون 2 جنوري 1934ع تي لاڏاڻو ڪري ويو.

**پاڻي مهانگو ۽ ماٺي سهانگو** (ڪتاب): هي ڪتاب ليلارام سنگهه وطن مل لالواڻي، ۽ فتح چند مينگهراج آڏواڻيءَ جو ترجمو ڪيل آهي. پاڪيٽ سائيز واري هن ڪتاب ۾ 90 صفحا آهن ۽ قيمت 3 آنا ڄاڻايل آهي. آر. ايچ. آڏواڻيءَ، ڇاپو ڀهريون، اسٽئنڊرڊ پرنٽنگ ورڪس، حيدرآباد مان سال 1918ع ۾ ڇپايو.

**پياس/ پياس**: پيرو نات جي راڳڻي، پيرو جا ٻه شر(نڪاد ۽ سڌم) ڪتبا تہ پياس راڳڻي نهندي، جا صبح جي راڳڻي آهي.

**پيراڻ**: ڏاڙهياري جبل ۾ ”کڪرني“ تڪر لڳ هڪ ٽڪ يا ماڳ جو نالو.

**پيريون**: ضلعي دادو جي تعلقي خيرپورناٿن شاهہ ۾ هڪ ديهہ جو نالو. جنهن ۾ ”الهہ ورايو جيسر“ نالي سان هڪ ڳوٺ پڻ موجود آهي.

**پيز**: هڪ قسم جي گاهہ/ ٻوٽي جي پاڙ. هن گاهہ کي ڏير يا ٻڌ بہ چوندا آهن. هي گاهہ پاڻيءَ ۾ ٿيندو آهي، جيڪو ”آبي“ گاهن ۾ شمار ٿيندو آهي. هن گاهہ کي گهوڙا چاڙ ڪائيندا آهن. هي ٻن گاهہ جهڙو ٿيندو آهي، ۾ ٻن سنها ۽ گولاڙان اٿس، جيڪي تڏن ۽ توڙيرين ۾ ڪم اچن ٿا.

**پيڳي**: تعلقي بدين ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

**پيوت**: مندر جي ڊوڙيءَ جي رڪ، جيڪا ”شو“ جا پوڄاري ساڌو، پنهنجي ٻت کي مليندا آهن. اها پيوت گهڻو ڪري گئونهہ جي چيٺي جي چار هوندي آهي. جيڪا سنياسي يا پوڄاري پنهنجي بت تي مليندا آهن. گئونهہ جي چيٺي جي رڪ، هندن جي عقيدي موجب شو مهراج پنهنجي بدن کي سگهاري ڪرڻ لاءِ لائيندو هو ۽ شوَ جا پوڄاري ساڌو پنهنجي بت تي مليندا هئا. شاهہ لطيف جي شاعريءَ ۾ سر رامڪليءَ جي بيت ۾ اُن جو هن ريت ذڪر آهي:

”ڪالهہ ڳليو سون ڪاپڙي، پابو رنگ پيوت“

**پٽ**: ديوار. پٽ عام طور ڪچين ۽ پڪين سرن جي ٺهندي آهي. پر هن وقت سيمنٽ جي بلاڪن جي بہ ٺاهيندا آهن. پٽ جو مدار ٿولهہ تي آهي. ٻہ فوٽي پٽ، ڏيڍ سري پٽ، هڪ سري پٽ ۽ پڙدي، جيڪا ويڪر ۾ فقط هڪ سر جي ٺهيل هوندي آهي. عام طور تي پٽ جي اڏاوت، حد مقرر ڪرڻ ۽



حفاظت جي لحاظ کان ڪئي ويندي آهي. چوري چڪاري يا دشمنيءَ کان بچاءَ لاءِ قديم دور کان وٺي حفاظت طور پٽيون (فصيلون) ٺاهيون وينديون هيون. ان جو وڏي ۾ وڏو مثال ”چين جي عظيم ديوار“ آهي. جنهن کي ”ديوار چين“ چيو وڃي ٿو. اها پٽ دشمنن جي حملن کان حفاظت لاءِ ٺاهي وئي هئي ۽ اڄ تائين موجود آهي (وڪيڪ ڏسو: ديوار چين). ان کان سواءِ ديوار برلن بہ مشهور پٽ آهي، جيڪا جرمنيءَ جي اهرندي شهر ”برلن“ جي الهندي حصي تي 1961ع ۾ ٺاهي وئي هئي ۽ 1989ع ۾ سوويت يونين جي ٽٽڻ بعد هيءَ ديوار ڊاهي وئي آهي.

**پٽنا**: جٽن جو هڪ قبيلو پٽنا ۽ پٽا لفظن جي هڪجهڙائيءَ ڪري ڪن محققن ”پٽن“ کي بہ جٽن ۾ شمار ڪيو آهي. خاص ڪري مستر اوبرائن کين ”جٽ“ لکي ٿو.

**پٽ جبل**: پٽ جبل ۽ بلو جبل کيرٿر جبل جون چاڙهيون آهن. پٽ چاڙهہ سنڌ کي بلوچستان کان جدا ڪري ٿي. ٿنٽنگ ڳوٺ پٽ جبل جي دامن ۾ آهي. ڪاٺيءَ جي ماڙي بہ هن علائقي ۾ آهي. ڪاٺيءَ ۾ هزارين سال اڳ



پٽ جبل

انساني دور جون هٿن سان ٺهيل ست غارون موجود آهن. هن حصي کي پٽ اُن ڪري ڪوٺيو وڃي ٿو جو اهو قدرتي طرح سڌو ۽ اڪيرو آهي ۽ پٽ وانگر ڏسڻ ۾ اچي ٿو جنهن جي اتاهين ۾ اتاهين چوٽي 2700 فوٽن کان ٿورو مٿي ٿيندي. هي جبل ويهارو ميل سڌو ڏکڻ ۾ وڃي کيرٿر سان ملي ٿو ٿنٽنگ، پٽ جبل ۽ بدي جبل جي وچان ڏکڻ اوير کان وهي اچي ٿي. جڏهن تہ ٿنٽن انگائي پٽ جبل جا ڪيتراڻي ور وڪڙ ڪاٽي منڇر ۾ پوي ٿي. پٽ جبل واري ماڙيءَ ۾ گرمين ۾ سخت گرمي ۽ سردين ۾ سخت سيءُ پوي ٿو. هتي زندگيءَ جون عام سهولتون بہ موجود نہ آهن. پٽ ماڙيءَ ۽ ان جي آسپاس هيٺيان ڳوٺ آباد آهن:

ڪوٽ پاروچي، ميرل مري، جهنگل مري، گهڙاچي سولنگي، ڳوٺ ملاح، پير مالو، سردار محمد خان نوحاڻي، ڪاٺي، گل بيگ نوحاڻي، نار شهر، موريو بزدي، آچر نوحاڻي، ٿنٽنگ، بگا شير، حاجي خان سيراس، ڳوٺ يعقوب، ڳوٺ خميسو نگهوال، راڄو مري، حاجي رسول بخش مري، محمد گاڏنچو، حاجي جان محمد، يار محمد رند، مينگل رند، ميرڻ گاڏينچو، صادق اميد علي خان پيڙو، حاجي ڦتن الهجڙيو چٽو، ڳرانو، گوزياڻي، حسناڻي گبول، باگومري، باجارا وغيرهہ.

هن ماڙيءَ ۾ بنيادي طور نوحاڻين، مرين، چُٽن، گبولن ۽ سهتائين جي گهڻائي رهي آهي. جيڪي اڳ ۾ لاڏائو قبيلا هئا. پر نوحاڻين جي مستقل آباديءَ سبب ٻيا قبيلا بہ مستقل ڳوٺ ٻڌي ويٺا آهن. ڪاٺي چشمي تي ڪاٺي زمينون آباد ٿين ٿيون. اهو چشمو قدرتي طور زمين مان ڦٽي نڪري ٿو جنهن تي ٻنهي پاسي پٿرن ڏاڍي پاڻي محفوظ ڪيو ويو آهي. هتان جي عام ماڻهن جو ڌنڌو پيش مان ٺڪاءُ، توشريون ۽ واڻ ٺاهڻ آهي. رڍون، ٻڪريون ۽ اٺ ڌارڻ بہ سندس ڪرت آهي. هن سڄي ماڙيءَ ۾ محمد خان نوحاڻي نالي وارو مهمانواز مڙس آهي.

هوندي به هي جابلو علائقو صرف ڪاڇي ۽ نئينگ جي چشمن ڪري ڪي قدر سرسبز ۽ آباد آهي. پر هتان جيڪا معدني دولت ملي آهي. ان جو ڪاٿو ئي ڪونهي. تيل ۽ گئس جا وڏا وڏا ذخيرا پٽ ماڙيءَ مان لڌا آهن. پٽ ماڙي اٽڪل 1100 ڪلوميٽرن تي پکڙيل آهي. لاسمو آئل اينڊ گئس ڪمپني (يو ڪي) پٽ ۽ بدي جبل تي 1993ع کان 2004ع جي وچ ۾ تيل ۽ گيس ڳولڻ جو ڪم شروع ڪيو هو. 2001ع ۾ لاسمو جي هڪ شاخ اني (Eni) اٽلي ڪيترائي پيٽرول ۽ گئس جا ذخيرا ڳولي لڌا آهن ۽ اڃا ڳولي رهيا آهن. مقامي ماڻهن کي روزگار، رستن، تعليم ۽ صحت جي ڪجهه سهولت ٺي آهي. ڪجهه غير سرڪاري تنظيمون به پلاٽيءَ جي ڪم ۾ رڌل آهن. پٽ گيس فيلڊ ۾ ڪيترين لاڏوتون آهن.

لاسمو ڪمپنيءَ کي پٽ ۽ بدي جبل جي 23025 چورس ڪلوميٽرن ۾ کوهه کوٽڻ ۽ گيس ڳولڻ جو ڪم ڏنل آهي. 1999ع ۾ پٽ جبل تي پيٽرول جو هڪ ڪامياب کوهه کوٽيو ويو هو. 2003ع ۾ ۽ 2008ع ۾ هن ڪمپنيءَ ويهن ڪلوميٽرن جي اندر ڪيترائي تيل ۽ گيس جا کوهه کوٽي ڪامياب ڪيا آهي.

**پٽ ٻوٽي** (Dandelion): هي هڪ قسم جي ٻوٽي آهي. جنهن کي انگريزيءَ ۾ Dandelion، لاطينيءَ ۾ Taraxacum Officinalis، اردوءَ ۾ جهنگلي ڪاسني ۽ هنديءَ ۾ 'پتل' چنبو آهي. هن جو تعلق Compositae آڪهه سان آهي. پٽ ٻوٽي سنڌ ۾ عام جام ٿئي ٿي. ڀنين ٻارن، واٽرن کان وٺي ڪندين ناڻين جي پاسي ۾ به پٽ ڏٺي وڃي ٿي. هن جا پن ساوا ۽ انچ ڪن ڊگها ٿيندا آهن ۽ گل هيڊا، هن جي پن کي توڙڻ سان هيڊو کير نڪري ٿو جيڪو ذائقي ۾ ڪڙو



پٽ ٻوٽي

هوندو آهي. هيءَ جڙي ٻوٽي ٽن قسمن جي ٿئي ٿي. سياري ۾ هن مان ڏانڊي نڪري ٿي. هن جا پن ۽ گل حڪمت ۾ ڪارائتا آهن.

**پٽ پوڄا:** بدي جي شهاڻي چوٽ تي چنڊ نه ڏسبو آهي. هندن ۾ عقيدو آهي ته جي ان موقعي تي چنڊ ڏسجي ته ڀاڳوت گيتا جي ڏهين ادياءِ ۾ آيل سترايت جي ڪٿا ٻڌڻ سان پوڄي، چنڊ جي سامهون پٽ اڇلجن ته ڪوڙو ڪلنڪ نه لڳندو.

**پٽ ول** Milkweed (Launaca Nuricanlis): پٽ ول سرءِ يا سياري ۾ ٿوري مينهن پوڻ سان سنڌ جي ڪڇي ۽ پڪي، ٿر ۽ ڪوهستان واري ناهموار زمين ۾ سنڌ جي ٻي اوپڙ (Flora of Indus) سان گڏ عام جام نظر ايندي آهي. هي سورج مکيءَ جي ڪٽنب سان تعلق رکندڙ ۽ ان جي جامڙي يا ٻوٽي (Dwarf) ۽ جهنگلي ول آهي. سانوڻيءَ جي وسڪاري کان



پٽ ول

پوءِ سرءِ ۾ ٻوٽن. سيهن، ڏهرن، ٿل ۽ ترابن سان گڏ اڻ صاف ڪيتن جي اڏن ۽ واهن جي ڪپرن سان گڏ پيلن گلن سان جهنجهيل پٽ ول، سموري گنوڄ ۾ ترواز نظر ايندي آهي. مشهور شاعر نياز همايونيءَ پنهنجي شعري مجموعي "ڌرتيءَ جا گيت" ۾ انهيءَ پٽ ول کي جوانيءَ سان تشبيهه ڏني آهي.

پٽ ول جان وهي ڦلاري،<br>پوپٽ وانگي نيهن ۾ آيو.

**پٽ گئس فيلڊ:** تيل ۽ گئس جي ڳولا ڪندڙ ڪمپني "لاسمو" (LASMO) جيڪا بعد ۾ ENI بڻي. سال 2000ع ۾ کيرٿر سلسلي ۾ پٽ جبل ويجهو نئنگ شريف ڳوٺ، ڪاٺي، گاجي شاهه ۽ جهانگارا ويجهو وڏي تعداد ۾ تيل ۽ گئس جا ذخيرا ڳولي لڌا ۽ بعد ۾ ان ئي علائقي ۾ نئنگ شريف ڳوٺ ويجهو ڏکڻ ۾ دريافت ٿيل گئس کي صاف ڪري تجارتي مقصدن لاءِ ڪرڻ ۽ استعمال ڪرڻ واسطي وڏو (Gas Purification) گئس صاف ڪرڻ جو پلانٽ لڳايو ۽ فيلڊ کي پٽ گئس فيلڊ جو نالو ڏنو. پٽ گئس فيلڊ سنڌ ۾ قادرپور گئس فيلڊ گهوٽڪي، زمزمه گئس فيلڊ جوهي وانگر سنڌ جي هڪ وڏي فيلڊ آهي. جيڪا ملڪي سطح تي National Network ۾ گئس مهيا ڪري پنهنجو ڪردار ادا ڪري ٿي. بعد ۾ ڪمپنيءَ کي بدي جبل ۽ لکي ويجهو به تيل ۽ گئس جا ذخيرا مليا. جن مان پيداوار ملڻ



پٽ گئس فيلڊ

شروع ٿي آهي. هن وقت ضلعي ڄامشوري ۾ هي وڏي گئس فيلڊ آهي. جنهن ۾ مقامي توڙي غير مقامي هزارين ماڻهو ڪم ڪن ٿا.

پٽ گئس فيلڊ مان سوين بيرل تيل جي پيداوار ٿئي ٿي ENI ۽ پٽ گئس فيلڊ انتظاميا ٻارن ڪميونٽي ڊولپمينٽ جي حوالي سان علائقي ۾ ڪيترائي ترقياتي ڪم اين جي اوز جي معرفت هلن پيا. تفريحي ماڳ ٻدو جبل

نئينگ وادي، ڪاڻي وادي ۽ منڇر جو ڪجهه حصو به سنڌن ٽيڪس ۽ تيل ڳولا واري ايراضيءَ ۾ شامل آهن. ملڪي توڙي عالمي ماحولياتي ادارن پٽ گئس ڪمپني انتظاميا ۽ ENI کي پابند بڻايو آهي ته هن علائقي ۾ جهنگلي جيوت ۽ ٻي هر قسم جي ماحوليات جو تحفظ خيال رکيو وڃي ۽ ٻئي علائقي ۾ ڦهليل سوين تاريخي ماڳن سان هٿ چراند کان پاسو ڪيو وڃي ۽ علائقي جي ترقيءَ لاءِ جوڳا قدم کڻجن، جنهن ۾ آثار قديمه جو تحفظ ۽ منڇر ڍنڍ جي ترقي به شامل آهن.

**پٽو:** قيديءَ کي کاڌي لاءِ مليل ڀت، جيڪو عام طرح رهڙو، رڪن اٿيو ۽ ان صفا ٿيل چانورن جو هوندو هو. قديم دور کان قيدين لاءِ اهو مقرر ٿيل کاڌو هو هاڻي ان ۾ تبديلي آئي آهي. چانهه، ماني، دال، ڪڏهن ڪڏهن گوشت، ساڳي ڀاڄي وغيره پٽي ۾ شامل آهي.

**پٽو** [2]: پٽو، اڄڪلهه جي اصطلاح ۾ زوريءَ چندو. هٿيارن جي دابي جي زور تي چڌايل رقم کي به جيو ويندو آهي. اهڙو پٽو دڪاندارن، ڪارخانيدارن، هوٽلن ۽ ادارن جي مالڪن وغيره کان ورتو ويندو آهي.

**پٽو** [3]: وسڪاري دوران يا عام طور ٿر جون عورتون ٻنين ۾ ڪم ڪندڙن لاءِ ماني کڻي وينديون آهن. ان کي به "پٽو" چيو ويندو آهي.

**پٽوارڻ:** ٿر ۾ ٻنين ۾ ڪم ڪندڙن لاءِ پٽو (ماني) کڻي ويندڙ عورت کي پٽوارڻ چوندا آهن.

**پٽ:** سنڌ جا اهي فقير، جيڪي مختلف ذاتين جا شجرا ياد رکن ۽ ڳائي وڄائي خيرات وٺن. 'پٽ' مسلمان به ٿين ته هندو به. هي ڪنهن هڪ خاص ذات مان نه هوندا آهن. سنڌن گذران خيرات تي هوندو آهي هو ڳائيندا وڄائيندا آهن. عام طرح 'پٽ فقيرن' لاءِ چوندا آهن ته هو خيرات وٺڻ کان سواءِ نه ڇڏيندو. خيرات نه ملڻ جي صورت ۾ هنڌ هنڌ تي خوار ڪندو. ان ڪري چوڻي جُڙي آهي ته:

"پٽ پرنه ڊججي، پٽ جي پٺائيءَ پر ڊججي"

**پٽ:** واريءَ جو وڏو ڍڙو، ٽڪريءَ وانگر مٽيءَ يا واريءَ جو هڪ وڏو ڍڳ. سنڌ جي اڀرندي ٿر واري طبعي ڀاڱي ۾ تمام وڏيون پٽون آهن. جن مان گهڻيون ٿي تالا رکيل آهن ٿر ۾. ڏيپلي ۽ مٺي تعلقن ۾ تمام وڏيون ۽ اوچيون پٽون آهن.

ٿر جي مٺي شهر جي اولهه طرف موجود وڏي ۽ مشهور پٽ کي 'گڏي' جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو جتي شام جو اڪثر ماڻهو هوا کائڻ ۽ شهر جو خوبصورت نظارو ڏسڻ لاءِ ايندا آهن. رات جو جڏهن بتيون ۽ ڏيئا ٻرندا آهن ته هتان مٺي شهر پڪاسو جي تصويرن وانگر لڳندو آهي. هتان کان سڄو مٺي شهر هڪ پيالي نما منظر پيش ڪندو آهي. تازو هتي ضلعي حڪومت طرفان ايندڙ ماڻهن جي ويهڻ لاءِ بڪا ۽ ٿلها ۽ هوٽلون ٺهرايون ويون آهن. ٿر جي پٽن جي وجود وٺڻ جو سبب سنڌو ۽ هاڪڙي درياهن



ٿر جي هڪ پٽ جو ڏيک

مان وهي ايندڙ واريءَ ۽ لٽ جو هوا تي پکڙجڻ آهي. ٿر ۾ اڪثر وڏين پٽن تي مقامي طور تالا رکيل آهن. جن جو تفصيل ڪتاب "تاريخ ريگستان" ۾ موجود آهي. اندازو آهي ته هر سال ڪروڙين ٽن واري سنڌو، ڪابل، جهلم، راوي، بياس ۽ ستلج درياهن ۽ مختلف نين ۽ جابلو وهڪرن مان وهي، سنڌو درياهه جي ڪنارن تان تيز هوائن ذريعي اڏامي پکڙندي رهندي هئي. جيڪا هزارين سالن کان پوءِ پٽن جي صورت ۾ نمودار ٿي آهي.

منهوڙي (ڪراچي) پيٽ جي ويجهو سمنڊ اندر هڪ ٽڪر، پڻ "پٽ" (بابا پٽ) جي نالي آباد آهي.

شاهه عبداللطيف ڀٽائي، ڪرڙي ڄڏي اچي هڪ ويران پٽ کي وسايو هو جتي هن پنهنجي فقيرن لاءِ رهڻ جو بندوبست ڪيو ۽ مسجد ٺهرائي بعد ۾ ان ويران پٽ تي 'پٽ شاهه' جو نالو پئجي ويو ان وقت ان پٽ جي چوڌاري پاڻيءَ جون ترايون هونديون هيون. ڪراڙ وڏي ترائي هئي، جتي ميٺهن جو پاڻي گڏ ٿيندو هو ۽ اڄ "پٽ شاهه" ۾ وڏي رونق ۽ آبادي ٿيل آهي (ڏسو: پٽ شاهه)

**پٽا:** پٽا قبيلو جيسلمير مان 16 صدي عيسويءَ ڌاري، لڏي سنڌ ۾ آيو هو خاندان جو پهريون فرد سهتو خان پٽو هو، جنهن پنهنجي همت ۽ حوصلي سان پنهنجي قبيلي جي تحفظ لاءِ مقامي قبيلن سان وڙهي زمين حاصل ڪئي جيڪا پوءِ جاگير جي صورت ۾. پٽا خاندان جي خوشحاليءَ جو ذريعو بڻي. پٽن ۾ ٻيو ناميارو فرد سردار دودا خان پٽو ٿيو جنهن پنهنجيءَ زمين جو ڏائرو جيڪب آباد تائين وڌايو. سردار دودا خان جي ڪوشش سان ئي پٽا خاندان جو شمار سنڌ جي معزز خاندانن ۽ قبيلن ۾ ليکجڻ ۾ آيو. ٽالپرن جي دور ۾ حڪمرانن کان سواءِ شاندار حاڪميت جو ڏيک ڏيندڙ ڏوليءَ ۾ گهمڻ ۽ سفر ڪرڻ جو اختيار. هڪ پير پاڳاري شاهه مردان شاهه کي حاصل هو ته ٻيو پٽا خاندان جي سردار دودا خان کي هو هن خاندان ۾ هڪ طرف زمين ۽ ملڪيت ڌاڻڻ جو اعزاز سردار دودا خان کي آهي ته ٻئي طرف سياست، عزت ۽ شهرت جو سهرو سر شاهنواز خان ڀٽي جي سِر تي آهي. جڏهن ته عوام ۾ شعور، سجاڳي ۽ خدمت جو جذبو شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جاڳايو. وري جدوجهد ۽ محنت سان منزل ماڻڻ جو ڏانءُ هن خاندان جي عظيم نياڻيءَ شهيد محترمه بينظير ڀٽو عوام کي سيکاريو. سياست جي ميدان ۾ ممتاز علي خان ڀٽو ۽ مير مرتضيٰ ڀٽو پڻ مشهور ٿيا. پٽا خاندان جا فرد سنڌ، بلڪ پوري پاڪستان ۾ رهن ٿا. سڄي ملڪ ۾ سنڌن وسنديون ۽ آباديون آهن.

**پٽا** [2]: هن نالي سان تعلقي شهدادڪوٽ جي ديهه ۾ پٽن جا ست ڳوٺ آباد آهن. رتيديري جي "پٽا" ديهه ۾ پنج ڳوٺ آباد آهن. ان کان سواءِ تعلقي ٺڪرپار ڪرجي ديهه 'ڪاروڙي' ۾ "پٽا" ڳوٺ آباد آهي، جنهن جي 1000 کان وڌيڪ آبادي آهي هتي پرائمري اسڪول موجود آهي.

تعلقي رتي ديري ۾ هڪ ديهه جو نالو به 'پٽا' آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: عزت جي واند، شيخ شڪاري، اسماعيل ڪڪرائي، شيخ ۽ جوڻيجا ۽ ڳوٺ مصري ڪڪرائي.

تعلقي شهداد ڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو به پٽا آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: ڪمال کوکر، محمد خان پٽو، هاشم پٽي، موج علي بروهي، اعتبار بروهي، حاجي چنيسر بروهي ۽ محمد حسن بروهي. اٿين سنڌ جي ٻين شهرن ۾ به پٽا آباد آهن.

**پٽا**-20: تعلقي سڪرنڊ ۾ هڪ ديهه جو نالو پٽا 20 آهي، جنهن ۾ غلام حيدر پٽي، رڪيجا، طفيل پنجابي ۽ دردو ڏاهيوجا ڳوٺ شامل آهن.

**پٽارو:** تعلقي ڏيپلي جي هڪ ديهه جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: ستار آباد، ٻچل لغاري، طاهرچانديو ارحن ڪرائي، جان محمد ٻير، ٻچل خان ٻير،

ڪريم خان ٻير، امين محمد دل، مير حاجي محمد بخش، جلال خان چانڊيو، حاجي هالو، ارطاق عبدالعزيز ميمڻ، عيسن چانڊيو، طاهر سمون، نمير هڱورجو، ڪريم بخش خواجه ۽ حاجي حسن دل.

**ڀٽارو** : ڀٽن واري زمين. ضلعي ٿرپارڪر ۾ ننڍين ڪوٽ کان هيٺ پرو هڪ علائقو. شاهه ڀٽائي 'ڀٽاري' جي پوڙن، ڪي هن طرح ياد ڪيو آهي:

"ترسي ڀٽاري، پريا پٽ پران جا" يعني ڀٽاري واريءَ جون تي اهڙي برسات وٺي، جو ان جي پاڻيءَ وچي، پران کي ٺار ڪيو پران. سنڌو نديءَ جو اڳيون وهڪرو هو. جيڪو نوابشاهه ۽ سڪرنڊ جي وچ ۾ ڏاري، اوڀر ڏکڻ طرف ٿرپر ۽ موجوده وقت جي نوابشاهه، سنجهوري، ميرپورخاص ۽ ڏگهڙي تعلقي مان ٿيندي، ٽنڊي جان محمد، جهڏي، ننڍين ڪوٽ کان هيٺ ڏکڻ طرف ڀٽاريءَ وٽان وڃي، ڍوري ناري سان گڏيو هو.

هن نالي سان بدين، ڏيپلي، ميرپورخاص ۽ ساماري تعلقن ۾ به ڏيهون موجود آهن.

**ڀٽائي** (تحقيقي جرنل): شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور ميرس جي سنڌي شعبي جو تحقيقي جرنل "ڀٽائي". جنهن جا 2005ع تائين اٺ پرچا ڇپيا آهن. هن تحقيقي جرنل جي سرپرست اعليٰ هن وقت يونيورسٽيءَ جي موجوده وائيس چانسلر ڊاڪٽر نيلوفر شيخ ۽ ايڊيٽر ڊاڪٽر ادل سومرو آهي. جڏهن ته ايڊيٽوريل بورڊ ۾ ڊاڪٽر فهميده حسين، ڊاڪٽر موتي پرڪاش، ڊاڪٽر بلديو مٽلاڻي، ڊاڪٽر نور افروز خواجه، اياز گل ۽ ٻيا شامل آهن. هن تحقيقي جرنل ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي فڪر ۽ پيغام کان سواءِ سنڌي ٻوليءَ، ادب ۽ تاريخ تي تحقيقي مقالا ۽ مضمون شايع ڪيا ويندا آهن. هن تحقيقي سلسلي ۾ هن وقت تائين ڪيترو اهڙو مواد ڇپيو آهي. جيڪو نون پڙهندڙن لاءِ تحقيق جا نوان دروازا کولڻ جو باعث بڻيو آهي. هن جرنل ۾ سنڌ جي مختلف اديبن جي ادبي خدمتن بابت نوجوان اديبن جا لکيل مونو گراف پڻ شايع ڪيا ويندا آهن.

**ڀٽائي ٻڪ هڙتال تي** (ڪتاب): هي ڪتاب نامور اديب ۽ شاعر ڊاڪٽر ملڪ نديم جو لکيل آهي. جنهن ۾ سنڌ جي عظيم صوفي شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي مختلف شعرن ۽ بيتن تي سنڌس مضمون شامل آهن. جن ۾ ليکڪ شاهه صاحب جي فڪر جي اپٽار ڪئي آهي. پڪي جلد رنگين ٽائيٽل ۽ ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 172 صفحا آهن ۽ قيمت 100 رپيا لکيل آهي. هي ڪتاب ڊاڪٽر ملڪ نديم اڪيڊمي خيرپور / ڪنڊڪوٽ پاران جولاءِ 2006ع ۾ شايع ٿيو.




**ڀٽائيءَ تي ٻهتان** (ڪتاب): هي ڪتاب محبوب علي سمي جو لکيل آهي. جيڪو شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي شخصيت ۽ فڪر تي لکيل مضمونن تي مشتمل آهي. جنهن ۾ ڀٽائي، بابت لکيل تنقيدي مواد جو جائزو ورتل آهي. هن ڪتاب ۾ ڪل 17 مضمون شامل آهن. ليکڪ جو تعارف مقصود احمد قاضيءَ لکيو آهي. رنگين ٽائيٽل ۽ ڊيمي سائيز جي 94 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت -/40 رپيا آهي. هي ڪتاب علمي ادبي اشاعت گهر-سنڌيارياءِ طرفان 1998ع ۾ شايع ٿيو.




**ڀٽائيءَ جو ثقافتي ورثو** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز جي تعارف ۽ تاريخ تي سهيڙيل آهي. جنهن کي منظور احمد قناصري ترتيب ڏنو. هن ڪتاب ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي روضي جي تاريخ ڀٽ شاهه سان لاڳاپيل ماڳن مڪانن، ڪراڙ ڍنڍ، ڀٽ شاهه ۾ موجود مشهور عالمن جي قبرن، ثقافتي مرڪز جي سموري ڪارڪردگي، ۽ ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز جي تعمير ۽ ترقيءَ ۾ اهم ڪردار ادا ڪندڙ عالمن ۽ سياستدانن جو ذڪر به شامل آهي. جن ۾ سيد ميران محمد شاهه، جي ايم سيد، طالب المولىٰ، نبي بخش بلوچ، پيرزادي عبدالستار ۽ ٻين جو ذڪر آهي. 189 صفحن تي ٻڌل هن ڪتاب ۾ ڀٽائي صاحب جي روضي، ان جي واڳين ۽ ڪراڙ ڍنڍ جون رنگين تصويرون به شامل آهن. ڪتاب جي قيمت 150 رپيا ڄاڻايل آهي. رنگين ٽائيٽل واري ڊيمي سائيز جو هي ڪتاب 'ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز' ڀٽ شاهه. پاران 2006ع ۾ ڇپايو ويو.



**ڀٽائيءَ جي کوهي**: سچل سرمست جي درگاهه سان لڳ مسجد شريف جي پويان هڪ قديم کوهي (ننڍو کوهه) موجود آهي. جنهن بابت روايت آهي ته حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي ڪنهڙا شهر کان ٿيندو جڏهن درازن ۾ پهتو ته هتي قيام دوران ميان صاحبڏني ۽ ڀٽائي سائينءَ، اها کوهي کوٽائڻ جو حڪم ڏنو. جڏهن چڪ رکڻ جي منزل آئي ته ٻنهي ٻلارن بزرگن سيني طالبن کي وڏيڪ کوٽائيءَ، کان منع ڪري، چڙي ۽ کوهي مان ٻاهر نڪري وڃڻ لاءِ، جيئن پاڻ آخري کاٽي ڪرڻ لاءِ، اندر موجود هئا ته ان موقعي تي ڀٽائيءَ جو عاشق صادق "ميان چنيهه فقير اجڻ" درازين پهتو ۽ بزرگن بابت پڇا ڪيائين. ڪيس ڪنهن شخص چيو ته ٻئي بزرگ هن کوهه ۾ اندر آهن ۽ اتي اندر ٻاهه لڳل آهي. ميان چنيهه فقير تي انهن لفظن جو عجيب اثر ٿيو ۽ جڏهن لڳو ته ٻاهه لڳل هجي، مرشد به اندر هجي ۽ مريد ٻاهر ويٺو رهي ته مٿس حيف آهي ۽ اتين جٽي کوهه ۾ ٽپو ڏنائين ڀٽائي بادشاهه ڪيس چيو ته اڳ تون چنيهه هئين هاڻي "چ" ڪڍي توکي تسورو. "تينهن" ٿا ڪريون ۽ ڪيس سائين صاحب ڏني جي حلقهءِ ارادت ۾ اچڻ جو حڪم ڏنائين مرحوم قاضي علي اڪبر درازيءَ جي لکت موجب کوهي کوٽائڻ وقت ڀٽائي سائين فرمايو هو، "کوهو ته درازا ۽ ڀٽ شاهه جا جرپال ۾ ملايون."

**ڀٽائي، سيد غلام شاهه وارو قلمي رسالو**: سيد غلام شاهه ڀٽائي راڳائي هو ۽ پوئين ويجهڙائيءَ واري دور ۾ شاهه جي راڳ جي اڳواڻي ڪيائين. شاهه صاحب پاڻ هڪ رسالو لکايو جنهن ۾ ڪن بيتن ۾ سٽن جون پڙهڻيون پاڻ پنهنجي خيال موجب ڏنائين. ترتيب ساڳي بمبئي ڇاپي واري رکيائين ۽ بيتن ۽ واين جو تعداد به تقريباً ساڳيو رکيائين: مثلاً: (1283هه بمطابق 1866ع واري) بمبئي ڇاپي ۾ 4071 بيت ۽ 237 وايون آهن ته غلام شاهه واري نسخي ۾ 4123 بيت ۽ 248 وايون ڏنل آهن اندازاً 1964-1970ع وارن سالن ۾ اهو رسالو لکيائين.

**ڀٽائي، شاهه عبداللطيف**: سنڌ جو عظيم شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائي، جنهن کي ايچ. ٽي سورلي ۽ علامه آءِ آءِ قاضي جهڙن عالمن دنيا جي وڏن صوفي شاعرن ۾ شمار ڪيو آهي. شاهه لطيف سرتاج الشعراءِ لاکيڻي لطيف، ڀٽ جي گهوٽ جهڙن لقبن سان هنڌين ماڳين مشهور هستي آهي (وڌيڪ ڏسندا: شاهه عبداللطيف ڀٽائي).

**پٽائي، ميين احمد جو دستخط نسخو1:** سر ڪليان سان شروع ٿيندڙ هي رسالو ميين احمد پٽائي "دوشنبه ماه ذوالقعد 1294 هه 1877ع" (سومر ڏينهن، مهيني ذوالقعده 1294هه) تي لکي پورو ڪيو. رسالي جي خاتمي واري عبارت هن طرح آهي: "تمام شد رسالہ سنڌي از دست غلام احمد سکنہ درگاهہ شاهہ صاحب عليہ الرحمة." هن نسخي ۾ 34 سر، 3114 بيت ۽ 217 وايون شامل آهن. متن جي حاشين ۾ ميين احمد تصوف جي مسئلن بابت فارسي ۾ اشارا ڏنا آهن ۽ لفظن جي ظاهري معنائن بدران بيت جي مضمون سان موافق معنائون (فارسي ۾) پڻ لکيون آهن. هي نسخو مير عبدالحسين خان سانگيءَ جي مطالعي هيٺ رهيو، جنهن پڻ بيتن جا حاشيا فارسيءَ ۾ لکيا آهن ۽ بعضي لفظي معنائون به لکيون اٿس. بهرحال پوئين ٽوڙي آخري صفحي تي مير عبدالحسين خان سانگيءَ جون مهرون لڳل آهن جن ۾ سال 1298هه ٺرواڻ ٿيل آهي. غالباً مير عبدالحسين خان سانگيءَ جي همت افزائيءَ سان ميين احمد پٽائيءَ جي رسالي جا ڪيترا نقل اتاريا. اهو معلوم ناهي ته ڪهڙي اصلي نسخي تان اتارا ڪيائين. پر هن "دستخط" جي سرن جي ترتيب ساڳي ڪاتب عبدالحق هالائيءَ واري آهي ۽ ٿي سگهي ٿو ته ان جو نقل هجي. ميين احمد جا لکيل ٻيا رسالا به آهن.

**پٽائي، ميين احمد جو دستخط نسخو-2:** سر ڪليان سان شروع ٿيندڙ رسالي جو هي ٻيو اُتارو ميين احمد پٽائي 1304 هه بمطابق 1886ع ۾ ڪيو. هن ۾ 34 سر، 3218 بيت ۽ 223 وايون شامل آهن. تختي جي ماپ ٽوڙي سرن جي ترتيب جي لحاظ سان هي اتارو پڻ سنڌس 1294 هه بمطابق 1877ع ۾ ڪيل اتاري جهڙو آهي. البت ورقن جي تعداد ۽ بيتن ۽ واين جي تعداد ۾ فرق آهي. چاڪاڻ جو هن ۾ ڪوهياري، حسيني، بروي سنڌي ۽ مارئيءَ جي سرن ۾ هڪ هڪ داستان وڌايل آهي. البت 1294 هه واري نسخي وانگر هن جي حاشين ۾ لفظن جون معنائون ٽوڙي بيتن جون بيون پڙهڻيون ڏنل نه آهن.

**پٽائي، ميين احمد جو دستخط نسخو-3:** شاهه عبداللطيف پٽائيءَ جو هي نسخو اڻپورو آهي ۽ ان جا فقط 56 ورق (112 صفحا) منتشر ۽ زبون حالت ۾ دستياب ٿيا آهن. انهن ورقن ۾ 12 سر، 765 بيت ۽ 49 وايون شامل آهن. انهن ورقن ۾ ڪٿي به ڪتابت جي تاريخ ڄاڻايل ڪانهي. ميين احمد پٽائيءَ شاهه جي رسالي جا هڪ کان وڌيڪ نسخا لکيا، جيڪي گهڻو ڪري سڀ وڏي تختيءَ وارن ورقن تي لکيل آهن. مگر هي نسخو ٻين کان اڳاٽن نسخن وانگر ننڍي تختي تي لکيل آهي ۽ ٿي سگهي ٿو ته ميين احمد هي رسالو سڀ کان پهريائين لکيو هجي.

**پٽ، برڊ واگهه:** برڊ واگهه پٽ، سنڌ جو هڪ قديم ويج يا حڪيم ٿي گذريو آهي، جنهن جو ذڪر مختلف ڪتابن ۾ ملي ٿو. هن جو جنم سنڌ جي سرزمين تي ٿيو هو. سنڌس دور 200 ق.م هو. سنڌس پيءُ جو نالو سينهه گپتا هو. برڊ واگهه جا وڏا برهمڻ هئا، جيڪي پيڙهي در پيڙهي ساڳئي پيشي سان لاڳاپيل هئا. پاڻ ٻڌمت جو پوئلڳ ٿيو. هن ان دور جي وڏي درسگاهه تڪشيلا مان تعليم حاصل ڪئي. سنڌ جي هن عظيم ويج آيورويدڪ کي نئين سر زندگي بخشي. سنڌس پيءُ به هڪ وڏو طبيب هو. حڪيم برڊ واگهه پٽ جا علم طب ۾ هيٺيان وڏا ڪارناما آهن:

هن هند ۽ سنڌ جي مشهور آيورويدڪ طب کي نئين سر ترتيب ڏنو ۽ "اشٽ انگ هردي" (آيورويدڪ جي اٺن انگن جي دل) نالي وڏو ڪتاب لکيو. هن ان ڪتاب ۾ ڄاڻايو ته ان دور جا حڪيم شاگردن کي جيڪا طب جي تعليم ۽ تربيت ڏيندا هئا، انهن ڏکي هئي ۽ علم طب جي سکيا جا قائدا مشڪل هئا. کيس انهن جي ترتيب پسند نه آئي ۽ هن ان ۾ تبديلي آڻي، پنهنجي خيال موجب ان کي مرتب ڪيو آهي.

برڊ واگهه پٽ جي ڪتاب جي مقدمي ۾ 30 باب، بدن جي تشريح بابت 6 باب، سبب ۽ عارضا 16 باب، علاج بابت 22 باب، دواسازيءَ جا 6 باب، جڙي ٻوٽين جي علم، مختلف بيمارين ۽ انهن جي علاج بابت 40 باب، زخمن ۽ زهرن جي علاج جا 16 باب ۽ جراحت جا 14 باب شامل آهن. برڊ واگهه پٽ جو هيءُ ڪتاب، جيڪو اصل ۾ سنسڪرت زبان ۾ لکيل هو، سنڌ-هند کان عرب ۽ يورپ ۾ پهتو. جنهن جو فارسي ترجمو 878هه ۾ گجرات جي بادشاهه محمود شاهه جي فرمائش تي سنڌس شاهي حڪيم علي پٽ محمد پٽ اسماعيل اساوليءَ "شفاءِ محمودي" جي نالي ڪيو.

برڊ واگهه اکين جي بيمارين ۽ علاج لاءِ به هڪ ننڍڙو ڪتابڙو لکيو هو. جنهن ۾ اکين جي بيمارين جا 94 قسم بيان ڪيا هئائين. جڏهن ته ڪاٿس اڳ حڪيمن اکين جي بيمارين جا 78 قسم ٻڌايا هئا. برڊ واگهه پٽ کان اڳ طبي اوزارن جو انگ 101 هو. پر هن 14 نون قسمن جا اوزار ايجاد ڪيا ۽ جراحيءَ جي عمل کي وسعت بخشي. هن بواسير، رحم جي بيماري، پيشاب جي بيمارين ۽ بدن جي بيمارين جا نوان اوزار جوڙيا. جن ۾ سيني ۽ معدي جي صفائيءَ جا اوزار، ٻار کي ماءُ جي پيٽ مان ڪڍڻ جو اوزار ۽ خاص عضون جي بيمارين جا اوزار اچي وڃن ٿا.

هن جراحت جي عمل ۾ انسان ۽ گهوڙي جي وارن کي ڪتب آندو. هن طبي معاملن ۾ مذهبي عقيدن کي رد ڪيو. هن انسان جي طبيعت تي موسمن جي تبديلين سبب پوندڙ اثرن جي ڪري ٿيندڙ بيمارين جون به وضاحتون ڪيون. هن مرض جي علامتن کي ختم ڪرڻ لاءِ اُگهرات ايجاد پڻ تجويز ڪيا. هن ويدن ۽ طبيبن لاءِ ضروري قرار ڏنو ته اهي دانشمند، ديانتدار، تجربيڪار، علم طب ۾ ماهر ۽ لالچ ۽ بي ريا هجن.

**پٽ پائلي:** ضلعي سانگهڙ جي تعلقي کيپري ۾ هڪ ديهه / ڳوٺ. جنهن ۾ 'حاجي سهراب خان مري'، 'هاشم خان مري' ۽ 'سبين درس' ڳوٺ شامل آهن. سهراب خان مري هن ڳوٺ جي معززين مان آهي. نوجوان سياستدان مير عالم مري به هن ڳوٺ/ ديهه جو رهاڪو آهي.

**پٽ پنگي:** تعلقي ناري ۾ هڪ ديهه جو نالو. جنهن ۾ هڪ ڳوٺ محمد دين پنهور شامل آهي.

**پٽ پُونگيءَ واري:** ضلعي خيرپور، تعلقي ناري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**پٽ جو شاهه** (ڪتاب): انگريز عملدار، محقق ۽ دانشور ايڇ ٽي سورلي جي ڪتاب "Shah Abdul Latif of Bhit" جو سنڌي ترجمو، مشهور اديب عطا محمد ڀنڀري "پٽ جو شاهه" نالي سان ڪيو آهي. هيءُ ڪتاب شاهه لطيف تي ٿيل تحقيق جي سلسلي جو هڪ اهم ۽ بنيادي ڪتاب آهي. هن ڪتاب ۾ شاهه جي ڪلام جي خوبين ۽ خاصيتن تي پنهنجي خاص نظريي سان روشني وجهڻ سان گڏ ايڇ ٽي سورلي ان دور جي سياسي، سماجي ۽ معاشي تاريخ جي حوالي سان به وڏو مواد ڏنو آهي. هي سنڌي ترجمو ڊيمي سائيز جي 621 صفحن تي مشتمل آهي. سرورق تي بدر ابڙي جي ناهيل



شاهه لطيف جي ناهيل خوبصورت مجسمي جو عڪس ڏنل آهي. هن ڪتاب جي ترجمي جي نظرثاني ۽ ايڊيٽنگ ڊاڪٽر فهميده حسين ڪئي آهي. ڪتاب جي پڪي جلد جي قيمت 105 رپيا آهي. جيڪو ڪتاب سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچيءَ 1992ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو ٻن ڇپيو آهي.

**پٽ جو لڪ:** تعلقي جوهي ضلعي دادوءَ ۾ ڪيرٿر جبل مان نڪرندڙ نئن گاج جي اتر ۾ پٽ جي مٿان جيڪا چوٽي ۽ ماٿري واقع آهي، ان جو نالو ڪچرڪ آهي. هن پٽ جي لڪ جي رستي ڪچرڪ ماٿريءَ مان لنگهي، ڪيرٿر جي اولهه ۾ پٽ راڄ ماٿريءَ ۾ داخل ٿبو آهي. هي لڪ قوسي ۽ ڳڌو لڪن جي ڀيٽ ۾ ڏکيرو ۽ اوچو آهي.

**پٽ ڏني عرف ذڪر لطيف (ڪتاب):** هي ڪتاب مولوي عبدالحي شڪارپوريءَ لکيو آهي، جنهن ۾ شاهه لطيف جي زندگيءَ جو احوال آهي. خاندان ۽ ولادت جي پسمنظر سان گڏ، تنڌيڻ جو احوال، شاهه لطيف جي شاديءَ ۽ سير سفر بابت معلومات آهي. ان کانسواءِ هن ڪتاب ۾ شاهه سائينءَ جا چونڊ بيت به شامل ڪيا ويا آهن. مولوي عظيم اينڊ سنز شڪارپور وارن هي ڪتاب جولاءِ 1965ع ۾ شايع ڪيو ويو ڪچي جلد سان 114 صفحن تي مشتمل هن ڪراڻن سائيز جي ڪتاب جي قيمت 10 روپيا ڄاڻايل آهي.

**پٽ ڏنو:** ضلعي سانگهڙ جي تعلقي ٽنڊو آدم ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'پٽ ڏنو'، 'سيد علي جانڊيو'، 'صالح خاصخيلي'، 'گهلوار ڳوٺ'، 'ميرو خان ڳوٺ'، 'صديق بروهي'، 'بجل خان ٻڍ' ۽ 'طفيل آرائين'. 'پٽ ڏني' ڳوٺ جي آبادي سون ۾ آهي ۽ هتي پرائمري اسڪول به موجود آهي.

**پٽ شاهه:** تعلقي هالا، ضلعي مٽياري (اڳوڻي ضلعي حيدرآباد) ۾ هڪ شهر ۽ ديهه جو نالو. هتي ٽائون ڪميٽي آهي. شهر جي آدمشماري ڏهن هزارن کان وڌيڪ آهي. هتي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ الڳ الڳ پرائمري ۽ هاءِ اسڪول ۽ ڪاليج به آهي. جتي ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون گڏ تعليم وٺن ٿا. هتي واٽر سپلاءِ، صحت مرڪز، ڊرينيج سسٽم ۽ بجليءَ جون سهولتون موجود آهن. هيءَ شهر سدا حيات شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ڪري مشهور آهي. 'پٽ شاهه' يا 'شاهه جي پٽ' درياهه جي وهڪري جي واريءَ مان جڙيل آهي. جيڪو چار صديون اڳ هن علائقي مان وهندو هو. جيڪو پٽ شاهه، ٽنڊي آدم، اڏيرو لال، نصرپور، ديري هنگوري، گلاب لغاريءَ ۽ ٽنڊي غلام عليءَ کان ٿي، ٺٽي طرف ويندو هو. درياهه جي پراڻي ڀيٽ ۾ "ڪراڙ" نالي ڍنڍ هئي. جيڪا اڄ به موجود آهي. شاهه لطيف هن؛ ماڳ پنهنجي رهائش لاءِ پسند ڪيو ۽ هتي دائمي سڪونت اختيار ڪري، ڄايون جڙايون ۽ فڪر ۽ فيض وارن لاءِ آرامگاهه بڻايائين. جڏهن شاهه لطيف وفات ڪئي ۽ سنڌس مقبرو جڙيو، ته جيسلمير جي راجا "نوبت" نذرانو ڪري ڏني. "پٽ" يعني موجوده درگاهه ۽ ڳوٺ وارو ماڳ، ان ڌڀ واري ايراضيءَ جو وچ هو. جتي (غالباً حجري واري جاءِ تي) پاڻ اڪثر نويڪلائيءَ ۾ رياضت ڪندا هئا. پٽ واري اها پيٽي، شاهه صاحب کي پسند آئي. جتي شروعات ۾ پاڻ ۽ بعد ۾ پنهنجن فقيرن سان گڏجي، خاص طرح ساوڻ ۾ اچي منزل انداز ٿيندو هو. تڏهن مال وارا پاڳيا ماڻهو به انهيءَ پيٽيءَ تي واڌيون ڪندا هئا. ننڍپڻ کان وٺي شاهه لطيف گنبات ۽ ان سان لاڳيتي ڌڀ (واريءَ جي پٽ) ڏٺي هئي. پوءِ بلوغت ۽ جوانيءَ واري دور ۾ به اتي گهمندو هو ۽ گوشائشتو ويهي چلا ڪٽيندو ۽ عبادت ڪندو هو. "شاهه جو ڪندو" ان ڌڀ واري ايراضيءَ جي اترئين پاسي ۾ هو جتي شاهه صاحب رياضت ۾ محو هوندو هو. پٽ واري پيٽيءَ جي اصل حالت کهڙي هئي. شاهه صاحب ڪيئن اتي موجوده درگاهه واري ماڳ کي چونڊيو ۽ همورا ڪيو ۽ کهڙيءَ طرح جايون ٺهرايون. ان بابت مير عبدالحسين سانگيءَ جو قلمبند ڪيل هيٺيون بيان تصديق جهڙو آهي: (1) ڪيس وڏيري عبدالله پڌايو ته هن پنهنجي پيءُ وڏيري رستم کان ٻڌو. جنهن پنهنجي پيءُ وڏيري قلندر کان ٻڌو ته هيءُ ماڳ اصل ۾ واريءَ جي هڪ وڏي شاهي پٽ هئي. جنهن جي چوڌاري پاڻي ۽ هر طرف وڏو جهنگ هو. (2) شاهه صاحب پٽ جا سپ پاسا پلٽ پوريءَ طرح ڏٺا هئا. پٽ جي هيٺ پاڻيءَ جون خوبصورت ترايون هيون ۽ هيٺ پٽ جي پاسي ڪناري سان سهڻي وڻراهه هئي. مٿي پٽ وارو ماڳ راحت بخشيندڙ هو جو آبڪلائيءَ ۾ چوڌاري هيناهيون پاڻيءَ سان پرجي ويندڙيون هيون. جن مان ڪي وڻراهه جي ڪري نظاري دار هيون. (3) جڏهن کان شاهه صاحب پٽ تي پنهنجو تڪيو قائم ڪيو ته ساوڻ جي برسات ۾ اڪثر فقير سير تفريح لاءِ ايندا هئا. بهار جي موسم ڪين وڻندي هئي ۽ ان موسم ۾ خاص ڪري گهڻي عبادت ڪندا هئا. (4) شاهه صاحب ٿي "پٽ" کي سڀ کان اول اچي وسايو ان کان اڳ ڏانئين هيءَ زمين غير آباد هئي ۽ منجهس جهنگ هو. پٽ جي چوڌاري سڄو سال پاڻي بيهندو هو. گاهه گهڻو ٿيندو هو ۽ پاڳيا ماڻهو مال چاريندا هئا. ساوڻ جي آبڪلائيءَ ۾ پاڳيا ماڻهو پٽ تي پنهنجا پاڻ ڪندا هئا. جيئن ته شاهه صاحب هت اڪيلو پيو


پٽ شاهه ۾ ڪراڙ ڍنڍ جو خوبصورت منظر

هلندو هو سو هن پيٽيءَ کي ڏسي پسند ڪيائين ۽ جيئن ته هت واري پٽي وسندي ۽ هلندي هئي، سو مٿان پنهنجو وجهائي پٽ کي همورا ۽ ڪشادو ڪيائون. (5) شاهه صاحب جيائيءَ جو وڏو عرصو سير تفريح ۾ گذاريو ۽ جڏهن آخر عمر ۾ اچي پٽ تي ويٺو تڏهن پٽ جي چوٽيءَ کان ڪجهه هيٺ هڪ ڪوٺي (حجرو) ٺهرايائين. جنهن جي آڏو هڪ باغيچو پوکرائي ۽ زمين کي همورا ڪري ڪشادو ڪيائين. پوءِ به صفا پنهنجي حرم لاءِ ۽ هڪ صفو پنهنجي والد لاءِ ٺهرايائين. هڪ مسجد ٽن گنبذن سان، پاڻ پنهنجي سر ٻيهي ٺهرايائون. پوءِ پٽ جو تر ۽ ٻر اڳئين کان وڌيڪ ويڪرو ۽ ڪشادو ٿيو جو فقيرن مٿي ڪٽي اچي ان جي مٿان وڌي. پوءِ شاهه صاحب پنهنجي عصا جي چوٽيءَ سان ليڪا ڪڍي درگاهه جي خليفن لاءِ جايون جون حدون ترار ڪيون ۽ پوءِ هر هڪ پنهنجي پڄنديءَ ۽ مرتبي آهر پنهنجي پنهنجي حد ۾ ايٽن جايون جوڙايون. جيئن شاهه صاحب رٿ ڪري ڏنيون هيون.

اڄ اهو ئي پٽ شاهه هڪ رونق ڀريو شهر بڻجي پيو آهي. جتي هر سال لطيف سائينءَ جي عرس تي ميلو لڳندو آهي ۽ سنڌ ۽ ٻين هنڌن لکين پانڌيئڙا اچي سلامي ٿيندا آهن:

"ڪڙئين ڪن سلام، اچيو اڱڻ اُن جي"

سنڌ جي جديد دور جي وڏي شاعر شيخ اياز جي آخري آرام گاهه پڻ پٽ شاهه ۾ ڪراڙ جي ڪپ تي آهي. حڪومت سنڌ ۽ ثقافت کاتي پاران هتي شاهه لطيف ثقافتي مرڪز، آڊيٽوريم، راڳ جو اسڪول، ميوزيم، شاهه جو باغ، لائبريري، ريسرچ سينٽر ۽ ريسٽ هائوس وغيره قائم ڪيا ويا آهن. ڪراڙ ڍنڍ جي ڪنارن کي پڪو ڪرائي خوبصورت بڻايو ويو آهي. شيخ اياز جي مزار ۽ احاطي جي تعمير جو خوبصورت ڪم به ثقافت ۽ سياحت کاتو ڪرائي چڪو آهي.

**پٽ شاهه ثقافتي مرڪز لائبريري:** سنڌ جو ثقافتي ورثو زنده رکڻ جي مقصد تحت پٽ شاهه ثقافتي مرڪز 1954ع ۾ قائم ٿيو. هن مرڪز کي پنهنجي لائبريري به هئي. جنهن ۾ هزارين ڪتاب ۽ رسالا موجود آهن. لائبريءَ ۾ عربي ۽ فارسيءَ جا ناياب قلمي نسخا به موجود آهن. جن ۾ قرآن مجيد جو هڪ قلمي نسخو تمام خوبصورت اکرن ۾ لکيل آهي. سال 2010ع ۾ اُتي پٽ شاهه ريسرچ سيل به قائم ڪيو ويو آهي. جتي شاهه لطيف جي فڪر ۽ رسالي بابت تحقيق ڪئي ويندي.

**پٽ شاهه جو قبرستان:** ڪلهوڙن جي دور جو هي قديمي قبرستان پٽ ڌڻيءَ جي روضي پرسان، پٽ شاهه (ضلعي مٽياري) ۾ واقع آهي. شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي روضي جي ٻاهران وڏو قبرستان آهي. جنهن ۾ ڪيترن ئي نامور ماڻهن جو قبرون آهن جن مان ڪن جا ڪتبا هيٺ ڏجن ٿا:

1. تاريخ وفات حسرت آيات مرحوم و مغفور هز هائينس، مير عبدالحسين خان ٽالپر ابن سرڪار شوڪت، مدار مير عباس علي خان ٽالپر ابن سرڪار فيض، آثار مرحوم مسرور خلد قرار امير ڪبير شان مير نصير خان شهيد ٽالپر، واليءِ سنده ذي القعد الحرام. سن 1342ھ مطابق 12 جون 1924ع.

2. تاريخ وفات مرحوم مغفور جنت مڪان خليفو ميان حسين ڀٽائي، بتاريخ 3 ماهه محرم سن 1324ھ روز مريخ وقت شمس رحلت ڪرد.

3. جنت مڪان وصال مرحوم مغفور ميان سيد جزيل شاهه ولد ميان قبول محمد شاهه ڀٽائي، تاريخ 27 ماهه جمادي الثاني سن 1336ھ.

4. تاريخ وفات مرحوم و مغفور سيد مقبول محمد شاهه. دوازدهم ماهه ربيع الثاني ازين دار فاني رحلت ڪرده سن 1311ھ.

5. وفات وصال مرحوم و مغفور ميان حاجن شاهه ولد ميان مقبول شاهه، تاريخ 14 ماهه رمضان ڏينهن آڱارو سن 1333ھ.

6. مرحوم محمد شاهه ولد احمد شاهه تاريخ وفات 25 جمادي الاول ڏينهن خميس سن 1387ھ.

7. وصال مرحوم مغفور جنت مقصود ميان احمد خان ولد مرحوم رئيس ميان ولي محمد خان نظاماڻي تاريخ 14 ماهه محرم الحرام سن 1357ھ بروز خميس.

8. وصال مرحوم مغفور ميان جان محمد شاهه ولد شاهه، تاريخ 27 مهينو رمضان شريف سن 1356ھ ڏينهن خميس.

9. مرحوم قبول محمد شاهه ولد حاجن شاهه، تاريخ وفات 20 شعبان بروز خميس عمر 48 ورهيه 1347ھ.

10. وفات مرحوم مغفور ميان سيد شاهه محمد شاهه ولد احمد شاهه، تاريخ 8 ماهه صفر عمر 75 ورهيه، سن 1342ھ.

11. مرحوم سيد ڀڳل شاهه ولد بلاول شاهه، وفات تاريخ 5 ماهه صفر سن 1365ھ، ڏينهن ڇنڇر، عمر 65 ورهيه.

12. وفات مرحوم سيد ملوڪ شاهه، ماهه رمضان سن 1360ھ.

13. مرحوم مغفور جنت نشين خلد برين جناب سيد بلاول شاهه، عمر 75 ورهيه، تاريخ 27، بروز جمعي ماهه رمضان، سن 1315ھ.

14. وصال مرحوم و مغفور ميان خدا ڏنو شاهه ولد جان محمد شاهه تاريخ 28 ماهه جمادي الثاني سن 1366ھ.

15. مرحوم مغفور سيد مگيل شاهه ولد سيد محمد بخش شاهه ڀٽائي 26 ربيع الاول سن 1365ھ رات اڌ وقت 9 بجي عمر 6 ورهيه.

16. تاريخ وصال مرحوم مغفور جنت مڪان پير پير محمد شاهه عليه رحمة تاريخ 23 جمادي الاول وقت ڏينهن سومار سن 1300ھ.

17. تاريخ وفات مرحوم مغفور جنت مڪان خلد ايوان شاهه صاحب پير سيد ميان يار محمد شاهه، تاريخ 10 ماهه محرم، سن 1320ھ.

18. وصال مرحوم مغفور جنت مڪان ميان پير قادر جوڙيو شاهه ولد پير شير محمد شاهه تاريخ 22، ماهه محرم، بروز خميس سن 1322ھ عمر 5 ورهيه.

19. وصال مغفور بيان خليفو ڪريم ڏنو ولد رحيم ڏنو ذات راهو بتاريخ 20 ماهه ذوالقعد، سن 1353ھ، عمر 33 ورهيه.

20. مزار مبارڪ ميان ولي محمد صاحب، وفات 1431ھ.

21. مزار مبارڪ جناب تمر فقير.

22. مرحوم محمد رحيم خان ولد دلاور خان عرف مسڪين ملنگ قلندري قوم افغان ملڪ ڪابل 6 ربيع الاول 1358ھ، ڏينهن اربع.

23. وصال مرحوم مغفور شير محمد ولد جادم خان ذات پڳهين ماهه محرم تاريخ 12 ڏينهن سومر عمر 60 ورهيه، 1336ھ.

24. وصال مرحوم مغفور ميان رحيمون ولد ديٺو خان ذات راهو ماهه ربيع الاول بتاريخ 24، آڱارو عمر 50 ورهيه، سن 1336ھ.

25. حاجي خميسي خان ولد ڀڳل خان ذات جلالاڻي تاريخ 22 ماهه صفر 1332ھ.

26. مزار مبارڪ جناب فقير ميان محمد اسماعيل صاحب، خليفه سوم، حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي، وفات سن 1286ھ.

27. ميان نور الله ورايو 10 شوال، سن 1374ھ.

28. ميان چتو فقير ولد آبل فقير 4 ربيع الاول سن 1367ھ.

29. پير محمد شاهه صاحب ولد سيد غلام شاهه ڀٽائي 1386ھ.

30. ميان خدا ڏنو شاهه ولد گهورت ساهه 15 صفر 1344ھ.

31. جنت مڪان ميون محمد ولد الهڏنو فقير 17 ذوالقعد 1334ھ.

32. مراد فقير 16 صفر 1304ھ.

33. ميان نيڪ محمد فقير ولد جيٺو فقير سهتو، 15 صفر 1300ھ.

34. خليفو طالب فقير، وفات 6 ربيع الاول...

35. مسڪين بختاور فقير 5 صفر 1370ھ.

36. حاجي لشڪر علي خان ولد قائم خان جسڪاڻي، جمع 29 ذوالقعد 1373ھ، 30 جولاءِ 1954ع.

37. ميان الهه بچايو ولد مير خان 12 ذوالحج 1352ھ.

38. سيد مصري شاهه ولد سيد احمد شاهه، 22 رمضان 1345ھ.

39. ميان رحيم ڏنو فقير ولد سومار راهو 29 محرم 1342ھ.

40. ميان تاجو فقير پٽ لوهاڻي جو 12 رجب 1352ھ.

41. ميان گلاب فقير ولد طالب فقير، 1 محرم، 1352ھ.

42. ميان ڪيهر فقير ولد دودو فقير، 1 محرم، 1338ھ.

43. خليفو هارون ولد خليفو جان محمد، 25 ذوالقعد

44. سيد حبيب شاهه، وفات سن 1152ھ.

45. خلد ايوان جناب شاهه سيد پير ميان قبول محمد شاهه ڀٽائي، 3 ذوالقعد 1323ھ.

46. پير شير محمد شاهه ولد غلام حيدر شاهه پٽائي، 12 شعبان بروز ڇنڇر 1362ھ.

47. پير سيد ولي محمد شاهه مولائي ولد سيد محمد شاهه پٽائي، 14 جمادي الآخر اربع 1366ھ.

48. شمس العلماء الدڪتور عمر بن محمد دائود پوٽه الربعا تاريخ 9 شوال سن 1313 ھ المطابق 25 مارس 1896 و ترقي يوم السبت، تاريخ جمادي الاول 1387ھ المطابق 22 نومبر 1958ع.

**پٽڻ اپريو سچ** (ڪتاب): هي ڪتاب مرحوم ميمڻ مشتاق احمد سوائيءَ جو لکيل آهي. هي ڪتاب ٻارڙن لاءِ ادب تي مشتمل آهي، جنهن ۾ ٻارڙا قصا، ڪهاڻيون، پروليون، ڳالهيون، ڳجهارتون، بيت، ماڳ مڪان ۽ ٻه جون ناميارين شخصيتون شامل آهن. هن ڪتاب جي نظرثاني محترم زهره جبين ميمڻ ڪئي آهي. رنگين ٽائيٽل ۽ پڪي جلد واري هن ڪتاب ۾ 325 صفحا آهن ۽ قيمت 200 رپيا لکيل آهي. هي ڪتاب سنڌ ساهت گهر حيدرآباد 2004ع ۾ ڇاپيو آهي.







**پٽڻ ڀريا ويس** (ڪتاب): هيءُ مجموعو خوبصورت هائيڪن تي مشتمل آهي. اديب ۽ سينيئر مولا بخش چانڊيي جو لکيل آهي. هيءُ ڪتاب ليويڪس اسلام آباد پاران 1996ع ۾ ڇپيو. چار رنگي ٽائيٽل واري ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ 140 کن هائيڪا شامل آهن. ڪتاب جو مهاڳ نصير مرزا لکيو آهي ۽ جامي چانڊيي جو تاثر به ان ۾ شامل آهي. جڏهن ته ٻئڪ ٽائيٽل تي ناميارو ليکڪ مظهر الاسلام جا تاثر ڇپيل آهن. 97 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 128 رپيا لکيل آهي. هن ڪتاب جو انتساب شاعر پنهنجي پاءُ شهيد امتياز احمد چانڊيي جي نالي ڪيو آهي.








**پٽڻ جي پَڌَ پَڌَ** (ڪتاب): هي ڪتاب ٿر جي پسمنظر ۾ لکيل آهي جنهن ۾ ڪالم ۽ مضمون شامل آهن. ڪتاب جو ليکڪ ناشاد رحم علي آهي. ڊياتي پبليڪيشن اسلام ڪوٽ پاران هي ڪتاب اپريل 2006ع ۾ شايع ڪيو ويو، جيڪو 160 صفحن تي مشتمل آهي. جلد ٻڪي سان هن ڪتاب جي قيمت =/130 روپيه آهي.






**پَٽڻَ جو ڊورو**: پٽڻ جو ڊورو ميهڙ کان ڏکڻ اولهه طرف آهي ۽ هن وقت واهه جي صورت ۾ آهي. هاڻ وري تي ان واهه جي مٿان موري آهي، جنهن کي 'ٻنڌي جي موري' سڏيندا آهن اهو اصل ۾ 'ڪاري ونڊ' جي نالي سان يا 'ڪارو ڊورو' سڏبو هو. هاڻي ان واهه کي 'پٽڻ وارو واهه' سڏيندا آهن. جيڪو ڏاري مان وهي 'ٻنڌي ديهه' کان به اڳتي هلي، آبادي ڪرائي ٿو 'ڪاري ونڊ' اڃا به ليکي تي ڪهندي آهي. جو ته ونڊ اڃا به پٽڻ جي ڊوري سان سلهجي ٿي. ڪاري ونڊ اصل ۾ درياهي ونڊ هئي.

**ڀٽو**: ضلعي دادو جي تعلقي ميهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ 'ٻنڌو ڏرهت' نالي هڪ ڳوٺ آباد آهي.

**ڀٽو، آمنه بيگم**: آمنه بيگم ڀٽو 23 جولاءِ 1923ع تي احمد قريشيءَ جي گهر ۾ ايران جي هڪ شهر ۾ جنم ورتو بعد ۾ پنهنجي والدين ۽ وڏي ڀاءُ علي محمد قريشيءَ وٽ رهڻ لڳي. جيڪو سنڌ گورنمينٽ پرنٽنگ پريس ڪراچي ۾ ملازم هو. حنيف ٻائي مشن اسڪول ميمڻ محلا آرام باغ ڪراچي مان ابتدائي تعليم حاصل ڪرڻ بعد مڊل جو امتحان پاس ڪري گورنمينٽ پرائمري اسڪول گذري اپ ڪراچي ۾ بحيثيت پرائمري ٽيچر مقرر ٿي، اتي علي محمد ڀٽي ۽ محمد اسماعيل ڀٽي جو خاندان رهندو هو. آمنه بيگم ڀٽو جي شادي محمد اسماعيل ڀٽي سان ٿي. جيڪو قائد اعظم محمد علي جناح جو پي . اي هو ۽ قائداعظم پاڪستان جو گورنر جنرل هو. محمد اسماعيل ڀٽو 1947ع کان پوءِ خواجه ناظم الدين جو پي اي ٿيو ۽ سندس سرڪاري رهائشگاهه موجوده گورنر هائوس سابق گورنر جنرل هائوس ڪراچيءَ ۾ هئي. کيس چار پٽ ۽ پنج ڌيئرون آهن.

آمنه بيگم ڀٽو کي 1967ع ۾ شهيد ذوالفقار علي ڀٽي گذارش ڪئي ته مرتضيٰ ڀٽو، بينظير ڀٽو، صنم ڀٽو ۽ شاهنواز ڀٽو کي نماز جي تربيت سان گڏ اسلاميات ۽ اردو جي تعليم ڏني، جنهن لاءِ آمنه بيگم ڀٽو عصر جي نماز وقت کين پڙهائڻ لاءِ 70 ڪلفٽن ويندي هئي. آمنه بيگم به حج ۽ ٻه عمرا ڪيا. آمنه بيگم 30 نومبر 2007ع تي هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري وئي. کيس ميوا شاهه قبرستان نزد گارڊن ڪراچي ۾ سپرد خاڪ ڪيو ويو.

**ڀٽو، بينظير، شهيد**: (ڏسو: بينظير ڀٽو)

**ڀٽو، حبيب الله**: ناميارو اديب ۽ شاعر حبيب الله ڀٽو، مولا بخش ڀٽي جو فرزند هو. هو 1917ع ۾ شڪارپور ۾ پيدا ٿيو. ڪيترائي تحقيقي، تنقيدي، معلوماتي ۽ ادبي مضمون لکيائين، جيڪي مختلف رسالن ۽ اخبارن ۾ شايع ٿيا. ڪجهه ڪتاب به لکيائين جن ۾ "سنڌي بيت"، "اقوال دانش"، "سنڌي ادب" ۽ "مشهور مستشرقين" شامل آهن. هن 1980ع ۾ وفات ڪئي.



**ڀٽو، ذوالفقار علي، شهيد**: سنڌ جو ڀٽو خاندان قربانين ۽ عوام جي دلين تي راڄ ڪرڻ سبب مشهور آهي. پاڪستان جي سياسي افق تي گهرا نقش ڇڏيندڙ، عوام کي عزت ۽ آجپي لاءِ جمهوريت جي راهه ڏيکاريندڙ ذوالفقار علي ڀٽو غير معمولي شخصيت جو مالڪ هو ۽ اهڙا ماڻهو صدين ۾ پيدا ٿيندا آهن. جڏهن هو عملي سياست ۾ آيو ته تمام ٿوري عرصي ۾ ئي پنهنجي صلاحيتن سبب پاڪستان جي سياست جو محور بڻجي ويو ۽ اڄ ته



رگو سياست ۾ اڪثر سياستدانن تي سندس اثر نمايان آهي. سندس مخالف به سندس صلاحيتن جا انڪاري نه آهن. هن ملڪي ۽ بين الاقوامي سطح تي پنهنجي سياسي بصيرت مڃائي ڇڏي هئي.



شهيد ذوالفقار علي ڀٽو جو خاندان

سر شاهنواز ۽ ليڊي خورشيد جي گهر 5 جنوري 1928ع تي جنم وٺندڙ ذوالفقار علي ڀٽو شروعات ۾ لاڙڪاڻي ۽ پوءِ ٿورو عرصو ڪراچيءَ ۾ پڙهيو. بعد ۾ بمبئيءَ هليو ويو، جتي ڪيٿيڊرل اسڪول ۾ داخلا ورتائين ۽ اتي جي ذهين شاگردن ۾ شمار ٿيڻ لڳو. انهي ئي اسڪول ۾ سندس دوستي پيلو موديءَ سان ٿي، جنهن اڳتي هلي شملا ڪانفرنس کانپوءِ "Zulfi My Friend" نالي هڪ ڪتاب لکيو. پڙهائيءَ دوران ڀٽو صاحب عالمي سياست جو مطالعو ۽ مشاهدو ڪندو رهيو. 1946ع ڌاري آمريڪا پڙهڻ ويو، جتي برڪلي يونيورسٽي ڪيليفورنيا مان سياسيات ۽ بين الاقوامي قانون جي تعليم حاصل ڪيائين. سياسيات ۾ بي اي (آنرز) ڪري پوءِ انگلينڊ هليو ويو ۽ آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ جي ڪرسٽ چرچ ڪاليج مان قانون جي ڊگري حاصل ڪيائين. هن ٽن سالن جو ڪورس ٻن سالن ۾ مڪمل ڪري ورتو. جيتوڻيڪ هن جن مضمونن جي چونڊ ڪئي، انهن لاءِ رومن ۽ لاطيني زبانون پڙهڻ ۽ ان ۾ پاس ٿيڻ به لازمي هو. ڀٽي صاحب آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ مان ٽي اير. اي سياسيات جي ڊگري حاصل ڪئي ۽ پوءِ 'بار ائٽ لا' جو امتحان پاس ڪري انگلينڊ جي سائوٿ هيمپٽن يونيورسٽيءَ ۾ بين الاقوامي قانون جو استاد مقرر ٿيو. ان وقت هو پهريون ايشيائي مسلمان هو جنهن کي اتي پڙهائڻ جو اعزاز مليو هيو. دوران ئي ڀٽي صاحب کي پنهنجي والد سر شاهنواز جي بيمار هجڻ جو اطلاع مليو، جنهن بعد هو نومبر 1953ع ۾ وطن موٽيو ۽ والد جي خدمت سان گڏ زمينن جي سارسنڀال به ڪيائين. ذوالفقار علي ڀٽي جي پهرين شادي سندس سؤٽ امير بيگم سان 1940ع ڌاري ٿي، جڏهن ته سندس ٻي شادي بيگم نصرت ڀٽو سان 1951ع ۾ ٿي، جنهن جو تعلق اصفهاني خاندان سان هو ۽ بيگم نصرت ڀٽو جي ڪک مان 1953ع ڌاري محترمه بينظير ڀٽو، 1954ع ۾ مير مرتضيٰ ڀٽو، 1957ع ۾ صنم ڀٽو ۽ 1958ع ڌاري شاهنواز (جونيئر) جنم ورتو.

وطن واپس اچي ذوالفقار علي ڀٽي سنڌ مسلم لا ڪاليج ڪراچيءَ ۾ پڙهائڻ شروع ڪيو. گڏو گڏ وڪالت جي پريڪٽس به ڪندو رهيو. هن مختصر ڪيريئر ۾ ڪامياب وڪيل طور پاڻ مڃايو. اتفاق سان سندس پهريون مقدمو جڏهن سنڌ هاءِ ڪورٽ ۾ پيش ٿيو ته مقدمي جو فيصلو ٻڌائڻ وقت تڏهوڪي انگريز چيف جسٽس معمول خلاف ڀٽي صاحب لاءِ تاثر ڏنا ته "آئون اعتماد سان اهو چوڻ چاهيان ٿو ته مسٽر ڀٽو مستقبل ۾ ڪامياب انسان بڻبو." 1956ع ۾ تڏهوڪي صدر اسڪندر مرزا نوجوانن جو هڪ وفد اقوام متحده موڪليو، جنهن ۾ ذوالفقار علي ڀٽي جو نالو به شامل ڪيو ويو. تڏهن نه هو ڪورٽ وڃي سگهيو ۽ 1957ع ۾ ويل وفد جي هن ئي اڳواڻي ڪئي. تنهن وقت سندس عمر 29 سال هئي. 1958ع ۾ هن جنيوا ۾ ٿيندڙ بحري سرحدن بابت عالمي ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪئي.

**عملي سياست:** جڏهن ذوالفقار علي ڀٽي عملي سياست ۾ پير پاتو ته پهرين 1958ع کان 1960ع ڌاري صدر ايوب جي ڪابينا ۾ تجارت جو وزير مقرر ٿيو. 1960ع کان 1962ع تائين اقليتي معاملن ۽ قومي تعمير نو ۽ اطلاعات جو وزير ۽ 1962ع کان 1965ع تائين صنعت، قدرتي وسيلن ۽ ڪشمير جي معاملن جو وزير رهيو ۽ 1963ع کان 1966ع تائين پرڏيهي وزير طور ذميواريون نڀايائين. جڏهن وٽس پرڏيهي وزير جو قلمدان هو ته هن مارچ 1963ع ڌاري چين سان نئين پاليسيءَ تحت پاڪ-چين سرحدي حدبندي بابت معاهدو ڪيو ۽ اهو عمل چين سان دوستيءَ جي ڏس ۾ پهريون قدم هو، جنهنڪري ئي اڄ تائين چين جهڙي وڏي ۽ مضبوط ملڪ سان پاڪستان جي دوستي قائم آهي. ان کان سواءِ افغانستان، ايران ۽ روس سان پڻ ڀٽي صاحب سرحدي ۽ تجارتي لاڳاپا بهتر بڻايا.

**پيپلز پارٽيءَ جو قيام:** 1965ع واري پاڪ – ڀارت جنگ بعد جڏهن روسي رهنمائن جي مدد سان "تاشقند معاهدو" عمل ۾ آيو ته ذوالفقار علي ڀٽي ۽ ايوب خان جي وچ ۾ اختلاف اڀري آيا، جنهن جي نتيجي ۾ ڀٽي صاحب استعيفا ڏئي ڇڏي. اهڙي عمل سبب سندس شهرت ۾ وڌيڪ اضافو ٿيو ۽ پوءِ ذوالفقار علي ڀٽي سنجيدگيءَ سان هڪ نئين سياسي پارٽي ٺاهڻ جو سوچيو ۽ ان سوچ جو نتيجو اهو نڪتو ته 30 نومبر 1967ع تي "پاڪستان پيپلز پارٽيءَ" جو قيام عمل ۾ آيو. ڊاڪٽر مبشر حسن، جي اي. رحيم، ممتاز علي ڀٽو، حيات شيرپاءِ، مير رسول بخش ٽالپر، شيخ محمد رشيد، معراج محمد خان، خورشيد حسن مير، ملڪ نويد احمد، ملڪ حامد سرفراز، ڪامريڊ غلام محمد لغاري انهن ماڻهن ۾ شامل هئا جن پارٽيءَ جي تشڪيل وقت پهرين اجلاس ۾ شرڪت ڪئي.



ذوالفقار علي ڀٽو اقوام متحده جي اجلاس جو بائيڪاٽ ڪندي

پيپلزپارٽيءَ جا چار بنيادي اصول وضع ڪيا ويا، جيڪي پوءِ پارٽيءَ جي سڃاڻپ بڻيا:

(1) اسلام اسان جو دين آهي. (2) جمهوريت اسان جي سياست آهي. (3) سوشلزم اسان جي معيشت آهي. (4) طاقت جو سرچشمو عوام آهي. ان وقت انهن چئني اصولن سان گڏ هڪ سلوگن (نعرو) به گونجيو، جيڪو "روٽي، ڪپڙا اور مڪان" (اٽو، لٽو ۽ اجهو) طور مشهور ٿيو (وڌيڪ ڏسو: پاڪستان پيپلزپارٽي). ڀٽي صاحب پ. پ جي پليٽ فارم تان ايوب خان خلاف مهم هلائي، جنهن بعد ايوب خان کي اقتدار ڇڏڻو پيو ۽ هن اقتدار فوجي سربراهه يحييٰ خان جي حوالي ڪيو.

ڀٽي صاحب جي محنت ۽ خدمت جي جذبي سبب 1970ع وارين عام چونڊن ۾ پ. پ. پ اولهه پاڪستان مان وڏي اڪثريت سان ڪاميابي ماڻي. ڊسمبر 1971ع ۾ جنرل يحيىٰ خان ذوالفقار علي ڀٽي کي ملڪ جون واڳون سنڀالڻ لاءِ گهرايو ۽ 1970ع جي چونڊن بعد اوڀر پاڪستان جي ورهاڱي وارو سانحو پيش آيو ۽ بنگلاديش هڪ آزاد ملڪ جي حيثيت اختيار ڪئي. 20


ذوالفقار علي ڀٽو، اندرا گانڌي سان ملندي

ڊسمبر 1971ع تي ڀٽي صاحب هڪ ٽٽل پاڪستان جو اقتدار ان وقت سنڀاليو جڏهن ملڪ ٻه حصا ٿي چڪو هو. اوڀر بنگال جي سانحي بعد ملڪ جون حالتون خراب ۽ خزانو خالي هو. ڀٽي صاحب همت ۽ حوصلي کان ڪم ورتو. ملڪ جا 93 هزار فوجي ڀارت ۾ جنگي قيدي هئا ۽ پاڪستان جي ڪجهه زمين ٻه ڀارتي قبضي ۾ هئي. اهڙي مايوسيءَ واري حالت ۾ ڀٽي صاحب قوم کي حوصلو ڏنو. هُن 28 جون کان 3 جولاءِ 1973ع ڌاري ڀارت جو دورو ڪري ان وقت جي وزير اعظم ڀارت اندرا گانڌيءَ سان شملا معاهدو ڪيو جنهن ڪري پاڪستان جا 93 هزار جنگي قيدي آزاد ٿيا. جن ۾ پاڪ فوج جا 252 سينيئر آفيسر به هئا. اهي سڀ ڪنهن به مقدمي هلڻ کان سواءِ آزاد ٿيا ۽ ڀارتي قبضي ۾ آيل ڪجهه علائقا به پاڪستان کي واپس ٿيا. هن پاڪ-ڀارت لاڳاپا سفارتي سطح تي بحال ڪرائڻ ۽ ڪشمير بابت ڳالهين ذريعي نبيري ڪرڻ جي حد کان وڌيڪ ڪوشش ڪئي.

1973ع جو آئين: ڀٽي صاحب پاڪستان کي هڪ متفقه آئين ڏنو. اهو 1973ع جو آئين پاڪستان جو پهريون متفقه اسلامي ۽ جمهوري آئين هو ۽ اڄ به وفاق ۽ يڪجهتيءَ جو ضامن آهي. 1971ع ۾ اوڀر بنگال جي علحدگيءَ واري واقعي بعد ذوالفقار علي ڀٽي ملڪ جو جمهوري آئين جوڙڻ لاءِ مختلف نظريا رکندڙ پارٽين کي اعتماد ۾ وٺي هڪ مستقل آئيني ڪميٽي جوڙي. اتفاق راءِ سان اسلامي جمهوري آئين جوڙيو ويو. جنهن ۾ صوبائي خودمختياريءَ لاءِ پهريون ڀيرو طريقه ڪار ڏنو ويو هو. آئين بعد ۾ قومي اسيمبليءَ 10 اپريل 1973ع تي منظور ڪيو. 1973ع وارو آئين لاڳو ٿيڻ تي هُن 14 آگسٽ 1973ع تي هڪ خودمختيار وزير اعظم طور حلف کنيو.

پنهنجي دور حڪومت ۾ ذوالفقار علي ڀٽي ڪيترا ڪامياب قدم کنيا: هن پاڪستان کي ائٽمي طاقت فراهم ڪئي؛ 1973ع جو جمهوري ۽ پارلياماني آئين ڏنو؛ ڪيترا نجي ادارا ۽ بئنڪون قومي تحويل ۾ ورتيون؛ ملڪ جي وڏي فولادي ڪارخاني 'پاڪستان اسٽيل ملز' جو بنياد رکيو. اسلامي ملڪن جي سربراهي ڪانفرنس ڪوٺائي: اسلامي سربراهه ڪانفرنس 22 کان 24 فيبروري 1974ع لاهور ۾ منعقد ٿي، جنهن ۾ دنيا جي مسلم ملڪن جا سڀئي سربراهه ڀٽي صاحب جي دعوت تي آيا. نتيجي ۾ مسلم ملڪن وچ ۾ ڀائيچارو وڌيڪ مضبوط ٿيو ۽ ان موقعي تي ڪيترائي اهم فيصلا ڪيا ويا.

نيوڪليئر پروگرام: ذوالفقار علي ڀٽي پاڪستان کي ائٽمڪ نيوڪليئر پروگرام ڏيڻ ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪيو. جنهن ڪري کيس 'نيوڪليئر پروگرام جو باني' سڏيو وڃي ٿو. جڏهن مئي 1974ع ۾ ڀارت پاران نيوڪليئر تجربو ڪيو ويو ته ذوالفقار علي ڀٽي پاڪستان جي وزيراعظم جي حيثيت سان ان عمل تي ڳڻتيءَ جو اظهار ڪندي فوري طور تي هڪ پريس ڪانفرنس سڏائي اعلان ڪيو ته "اسين گاهه کائڻ لاءِ به تيار رهنداسين پر پنهنجي ملڪ لاءِ ائٽم بم ضرور ٺاهينداسين."

هن سمجهيو ٿي ته سمورين دفاعي صلاحيتن باوجود جيڪڏهن عالمي سطح تي پاڪستان کي ائٽمي ڪلب جو حصو نه بڻايو ويو ته ملڪ جو وجود خطري ۾ پئجي سگهي ٿو. ان سلسلي ۾ 20 جنوري 1972ع تي ذوالفقار علي ڀٽي نيوڪليئر پروگرام جو بنياد وجهڻ لاءِ ملتان ۾ هڪ وڏي ڪانفرنس ڪرائي. جنهن ۾ 283 سائنسدانن شرڪت ڪئي. صلاح مشورن بعد ڀٽي صاحب سڀني کي متوجهه ڪندي چيو ته "ڏسو، اسين هڪ ائٽم بم ٺاهڻ جا خواهشمند آهيون. ڇا اوهان مون کي اهو تيار ڪري ڏيندا؟ ۽ ڪيتري وقت ۾ ڏيندا؟ ان تي سائنسدانن پنجن سالن ۾ تيار ڪرڻ جو وعدو ڪيو. ان تي ذوالفقار علي ڀٽي مرڪندي هٿ جون ٽي آڱريون ڏيکاريندي چيو "ٽي سال!. اسان چاهيون ٿا ته ٽن سالن ۾ تيار ٿئي". اهو ٻڌي سائنسدان خاموش ٿي ويا. پر هڪ نيوڪليئر ڪيمياڊان ايس. اي. بٽ قومي جذبي سان جواب ڏنو ته "ها! ڇو نه. ٽن سالن ۾ تيار ٿي سگهي ٿو". ان تي ڀٽي صاحب سندس جذبي جي تعريف ڪئي.



اهڙيءَ ريت 1972ع جي بجاءِ ۾ ڪراچي نيوڪليئر پاور پلانٽ جو افتتاح ڀٽي صاحب جي هٿان ٿيو. پنهنجي صدارت واري دور ۾ هن پاڪستان ائٽامڪ انرجي ڪميشن جي قيام ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. اڳتي هلي 1975ع ۾ جرمنيءَ مان تربيت يافته سائنسدان ڊاڪٽر عبدالقدير خان کي پاڪستان گهرايو ويو. جنهن جي رهنمائيءَ ۾ يورينيم ۽ ٻئي ائٽمي مواد جي افزودگيءَ جي ڪري پاڪستان کي 1987ع ۾ نيوڪليئر هٿيارن جي قابليت حاصل ٿي.

ذوالفقار علي ڀٽو بي پناهه صلاحيتن جو مالڪ هو. هن پنهنجي عملي زندگيءَ ۽ صلاحيتن کي عوام جي خدمت ۾ وقف ڪرڻ لاءِ ڪم آندو. هن ملڪ جي ڪيترين ئي اهم صنعتن کي قومي تحويل ۾ ورتو؛ ڪميونٽي ليبر پاليسي متعارف ڪرائي؛ مزدورن ۽ پورهيتن جو معاوضو وڌايو؛

زرعي سڌارا آندا. غريب هارين ۾ زمينون ورهايون. مزدورن ۽ مسڪينن کي گهر فراهم ڪيا ۽ ٻيون ڪيتريون ئي اهڙيون اصلاحون ڪيون. "روٽي، ڪپڙو ۽ مڪان" جهڙو عام نعرو ڏنائين، جنهنڪري هو غريبن جو مقبول ترين ليڊر بڻجي ويو. ڀٽي صاحب جون پاليسيون ۽ انقلابي سوچ ڪن وڏين طاقتن کان برداشت نه ٿي ۽ انهن هن غير معمولي اڳواڻ کي رستي تان هٽائڻ لاءِ سازشون ڪيون. مارچ 1977ع ۾ پاڪستان ۾ عام چونڊون ٿيون. جن دوران پيپلز پارٽي حڪومت خلاف منظم رٿابندي، سان تحريڪ هلائي وئي. نتيجي طور 5 جولاءِ 1977ع تي جنرل ضياءالحق پيپلزپارٽيءَ جي حڪومت کي برطرف ڪري ملڪ ۾ مارشل لا



ڀٽي خاندان جي شهيدن جو مقبرو

مڙهي ڇڏي. سيپٽمبر 1977ع ۾ نواب محمد احمد خان جي قتل جي ڪوڙي الزام هيٺ ڀٽي صاحب کي گرفتار ڪيو ويو. 18 مارچ 1978ع تي هاءِ ڪورٽ ڪيس موت جي سزا جو حڪم ٻڌايو. سپريم ڪورٽ ۾ اپيل وڌي وئي، 6 فيبروري 1979ع تي سپريم ڪورٽ فيصلو ڏنو. ستن مان ٽن ججن کيس باعزت بري ڪرڻ، جڏهن ته ٽن ججن موت جي سزا ڏيڻ جي منظوري ڏني. جنهن ۾ چيف جسٽس پڻ موت جي سزا منظور ڪئي. دنيا جي ڪيترن ئي ملڪي سربراهن، دانشورن ۽ عوام طرفان جنرل ضياءالحق کي ڀٽي صاحب جي جان بخشي، لاءِ اپيلون ڪيون ويون. پر جنرل ضياءالحق ڪنهن جي نه ٻڌي ۽ 4 اپريل 1979ع تي راولپنڊي ڊسٽرڪٽ جيل ۾ تارا مسيح هٿان ڦاهيءَ جي سزا تي عمل درآمد ڪرايو ويو. جنهن بعد سندس مڙهه کي لاڙڪاڻي ويجهو ڳوٺ ڳڙهي خدا بخش ۾ مٽيءَ ماءُ حوالي ڪرايو ويو.

اهو دور پيپلز پارٽي جي اڳواڻن ۽ ڀٽي خاندان لاءِ نهايت آزمائش وارو دور هو. ڀٽو خاندان ۽ سندس حامين کي قيد ۽ ڪوڙن جون سزائون ڏنيون ويون. آمرن هڪ ڀٽي کي نه ٻڌي جي ٻاهه ۾ شڪار ڪري دفن ڪيو. پر ڀٽي جي فڪر ۽ محبت کان ملڪ جي عوام کي باز رکي نه سگهيا. ملڪ جي اڪثريت سندس نياڻي محترمه بينظير ڀٽو جي قيادت ۾ هڪ ڀيرو ٻيهر 1988ع ۾ پيپلز پارٽيءَ جي حڪومت قائم ڪئي. پر آمرن محترمه کان اقتدار هڪ ڀيرو ٻيهر کسي ورتو. هن کي ملڪ کان ٻاهر جلاوطن ٿي رهڻو پيو ۽ جڏهن ٻيهر عزم ٿي ملڪ واپس آئي ۽ جڏهن عوام "زنده آهي، ڀٽو زنده آهي" جا گيت ڳائي رهيو هو ته انهن ظالمن ذوالفقار علي ڀٽي جي هن لاڏلي ۽ ذهين نياڻي، کي به شهيد ڪرائي ڇڏيو. اڄ ڏينهن تائين پاڪستان جو عوام ذوالفقار علي ڀٽي ۽ سندس نياڻي جي ان عظيم قربانيءَ کي وساري نه سگهيو آهي.

شهيد ذوالفقار علي ڀٽو وڏو دانشور هو. سندس هيٺيان لکيل ڪتاب مشهور آهن:

1. Peace-Keeping by the United Nations, Pakistan Publishing House, Karachi, 1967
2. Political Situation in Pakistan, Veshasher Prakashan, New Delhi, 1968
3. The Myth of Independence, Oxford University Press, Karachi and Lahore, 1969
4. The Great Tragedy, Pakistan People's Party, Karachi, 1971
5. Politics of the People (speeches, statements and articles), 1948—1971
6. The Third World: New Directions, Quartet Books, London, 1977
7. My Pakistan, Biswin Sadi Publications, New Delhi, 1979
8. If I am Assassinated, Vikas, New Delhi, 1979
9. My Execution, Musawaat Weekly International, London, 1980
10. New Directions, Narmara Publishers, London, 1980
11. Marching towards democracy

ڀٽي صاحب جي شخصيت تي لکيل ڪجهه اهم ڪتاب:

1. Leopard and the Fox, Tariq Ali
2. Pakistan Under Bhutto, S. J. Burki (1980)
3. Zulfi Bhutto of Pakistan, Stanley Wolpert (1993)
4. Interview with History, Oriana Fallaci (1988)
5. Zulfi my friend, Piloo Mody
6. The Mirage of Power, Dr Mubashir Hasan
7. Bhutto, Trial and Execution, Victoria Schofield
8. The Great Tragedy, Jang Publishers Press (1993)
9. Zulfi My Inspiration, Syed Mehdi Raza (2003)
10. The Shia Revival: How Conflicts Within Islam Will Shape The Future, Vali Nasr (2006)
11. Bhutto Speakers from grave: Zafar Ujjan
12. ميرا لهو: فرخ سهيل گوئندي
13. ڀٽو ڪي آخري 323 دن: ڪرنل رفيع
13. "ولادت سي شهادت تڪ" سجاد بخاري، فڪشن هائوس لاهور (1994ع).
14. "فڪر ڀٽو" مولا بخش چانڊيو، مرزا اڪيڊمي، بدين (2007ع).

انهن ڪتابن مان اڪثر ڪتابن جا سنڌيءَ ۽ اردوءَ ۾ ترجما به ڪيا ويا آهن.

**ڀٽورو:** تعلقي ساماري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: ميمڻ ڳوٺ، سيد هاشم شاهه، حاجي غلام توهڙي ۽ پنجابي نمبردار.

**ڀٽو، سر شاهنواز خان:** سر شاهنواز خان ڀٽي جو خاندان هڪ روايت



موجب اصل ۾ جيسلمير جي راجپوت گهراڻي "ڀالي خاندان" جي شاخ آهي. جيڪي پهرين پنجاب پوءِ سنڌ ۾ اچي آباد ٿيا.

سر شاهنواز خان ڀٽي جي ڏاڏي جو نالو خدا بخش خان ڀٽو هو. جنهن پنهنجي نالي "ڳڙهي خدا بخش خان" ڳوٺ، رتيديري تعلقي ۾ ٻڌايو. شاهنواز ڀٽو سندس فرزند غلام مرتضيٰ خان، جو پهريون نمبر

پٽ هو ۽ ڳوٺ ڳڙهي، خدا بخش خان ۾ 2 مارچ 1888ع تي ڄائو. شروعاتي تعليم ڳوٺ ۾ ورتي. پوءِ انگريزي تعليم لاءِ سنڌ مدرسي ۽ سينٽ پيٽرڪس اسڪول ڪراچيءَ ۾ پڙهڻ ويو. سندس ڏاڏي 1896ع ۾ وفات ڪئي، جنهن کان پوءِ سگهوئي سندس والد غلام مرتضيٰ خان به جوانيءَ ۾ 31 سالن جي عمر ۾، 1899ع ڌاري وفات ڪري ويو. ان ڪري وڏيڪ پڙهڻ ڇڏي، هو اباڻي زميندار ملڪيت جي سنڀال لاءِ ڳوٺ واپس آيو. کيس لاڙڪاڻي ۽ جيڪب آباد ۾ زمين هئي.

هن 22 سالن جي عمر ۾ ملڪي معاملن ۾ دلچسپي وٺڻ شروع ڪئي. اهو 1910ع جو زمانو هو جڏهن پهرين ضلعي لوڪل بورڊ لاڙڪاڻي جو ميمبر



سر شاهنواز خان پتو پنهنجي خاندان سان گڏ

ٿي ڪم ڪرڻ لڳو. انهن ڏينهن ۾ لوڪل بورڊ جا پريزيڊنٽ ڪليڪٽر هوندا هئا. هن حڪومت جي آفيسرن سان سٺا لاڳاپا رکڻ شروع ڪيا. ان کان سواءِ پنهنجي زمين به سڌارڻ طرف ڌيان ڏنو. لاڙڪاڻي ۾ پتو ڪالوني ٺهرايائين. جنهن جي ڪيترن بنگلن ۾ سرڪاري عملدار مسواڙ تي رهندا هئا. هي لاڙڪاڻي جو پهريون زميندار هو جنهن جديد طرز جي رهڻي ڪهڻي اختيار ڪئي. عام زميندارن وانگر سارو وقت ڪچهرين يا شڪارن ۾ نه گذاريندو هو. هر ڳالهه لاءِ وقت مقرر هوندو هو. وقت سر ماڻهو اطلاع سان ايندا هئا. عملدارن سان سٺا تعلقات رکيائين. کيس 1919ع ۾ او بي اي جو خطاب مليو ۽ 1921ع ۾ کيس "خانبهادر" ۽ 1924ع ۾ "قيصر هند" جو خطاب مليو. 1925ع ۾ کيس "سي آءِ اي" جو لقب ۽ پهرين جنوري 1930ع تي "سر" جو خطاب مليو.

سر شاهنواز خان پتو 1919ع ۾ "منٽو مارلي رفارمس" هيٺ هڪ سال لاءِ زميندارن ۽ جاگيردارن طرفان امپيريل ڪائونسل دهليءَ ۾ چونڊجي ويو. جتي 1920ع تائين ميمبر هو. 1920ع ۾ ضلعي لوڪل بورڊ لاڙڪاڻي جو پريزيڊنٽ چونڊيو ويو. جنهن عهدي تي هو مسلسل 1933ع تائين رهندو آيو. مانٽيگو چيمسفورڊ رفارمس بعد 1921ع جي شروعات ۾، هيءُ لاڙڪاڻي ضلعي مان بمبئي ڪائونسل تي چونڊجي ويو. جنهن تي 1936ع ۾ سنڌ جي بمبئيءَ کان جدائيءَ تائين رهندو آيو. 1925ع ۾، سنڌ محمڊن ائسوسيئيشن جو پريزيڊنٽ چونڊيو ۽ ان جماعت ۾ انهيءَ حيثيت سان. 1933ع ۾ بمبئي سرڪار ۾ لوڪل سيلف گورنمينٽ جي وزير ٿيڻ تائين رهندو آيو. هو سنڌ مان بمبئي ڪائونسل جي مسلمان ميمبرن جو 1925ع کان وٺي ليڊر چونڊيو ويو. جنهن عهدي تي سنڌ جي بمبئيءَ کان جدائيءَ تائين رهيو.

هن ڪوآپريٽو تحريڪ کي زور وٺائڻ لاءِ، خانبهادر عظيم خان سان گڏجي ڪافي ڪوشش ورتي. ڪيترو وقت تائين هو لاڙڪاڻي ڊسٽرڪٽ ڪوآپريٽو بئنڪ جو چيئرمئن چونڊبو آيو. سرڪار طرفان کيس 1920ع ۾ فرسٽ ڪلاس آنرري اسپيشل ماجسٽريٽ مقرر ڪيو ويو. جنهن منصب تي 1930ع تائين ڪم ڪندو آيو.

بمبئي علائقي بابت "سائمن ڪميشن" کي مدد ڪرڻ لاءِ، جيڪا ڪميٽي مقرر ٿي هئي، ان جو هن کي چيئرمئن مقرر ڪيو ويو هو. ان ۾ "سنڌ جي جدائيءَ" واري سوال تي ووٽ نه ڪرڻ تي سنڌ ۾ گهڻو جوش پيدا ٿيو ۽ مٿس نقط چيني ڪئي وئي. پوءِ عام راءِ جو احترام ڪندي، هن سگهوئي پنهنجو رخ بدلايو ۽ سنڌ محمڊن ائسوسيئيشن طرفان ٺهراءَ پاس ڪرائي، سنڌ جي جدائيءَ لاءِ اجلاس طلب ڪرايائين. نومبر 1930ع ۾، لنڊن ۾ ڪوٺايل گول ميز ڪانفرنس لاءِ، کيس سرڪار طرفان سنڌ جو نمائندو مقرر ڪيو ويو. اتي سنڌ جي سوال تي غور ڪرڻ لاءِ، برطانيه سرڪار طرفان لارڊ رسل جي چيئرمئنيءَ هيٺ هڪ ڪميٽي مقرر ڪئي وئي. جنهن تي سنڌ مان سر غلام حسين هدايت الله ۽ سر شاهنواز خان پتو ميمبر هئا. ان ڪميٽيءَ ۾ هن سنڌ جي جدائيءَ لاءِ پرزور تقرير ڪئي. تنهوڪي بمبئيءَ جي گورنر جي هڪ تقرير مان ايئن معلوم ٿئي ٿو ته سکر بئراج اسڪيم کي ايگزيڪيوٽو ڪائونسل دهلي، کان منظور ڪرائڻ ۾ به سر شاهنواز خان جو وڏو هٿ هو. 1932ع ۾، سنڌ جي جدائيءَ لاءِ، حيدرآباد ۾ علامه يوسف عليءَ جي صدارت هيٺ "سنڌ آزاد ڪانفرنس" ڪئي ٿي. پتو صاحب ان جي استقباليه ڪميٽيءَ جو چيئرمئن هو. اتي "سنڌ آزاد ڪانفرنس" نالي سان قائم ڪيل جماعت جو کيس صدر چونڊيو ويو. جنهن جو سيڪريٽري سيد ميران محمد شاهه هو.

1924ع ۾ شاهنواز خان پتي کي بمبئي سرڪار جو وزير چونڊيو ويو ۽ کيس لوڪل سيلف گورنمنٽ جو کاتو ڏنو ويو. جنهن عهدي تي 1936ع جي مارچ تائين رهيو. ان کان پوءِ هڪ سال لاءِ، سنڌ جي گورنر جو صلاحڪار ٿي رهيو.

سنڌ ۾ جڏهن سائين جي ايم سيد 1934ع ۾ "سنڌ پيپلس پارٽي" نالي جماعت برپا ڪئي ته ان جو ليڊر شاهنواز خان پتي کي چونڊيو ويو. سنڌ ۾ سياسي جماعتن ناهڻ لاءِ، اها پهرين ڪوشش هئي. ان کان اڳ سنڌ جي پارليامينٽري سياست لاءِ، مسلمانن ۾ ڪا جماعت ڪانه هئي. "سنڌ محمڊن ائسوسيئيشن" گهڻو ڪري گورنرن يا وائسراءِ کي تقريرن ذريعي شڪايتون پيش ڪرڻ ۽ ٺهراءَ پاس ڪرائڻ جي ايجنسي تي ڪم ايندي هئي. سنڌ آزاد ڪانفرنس جو مقصد 'سنڌ جي بمبئيءَ کان آزادي' لاءِ ڪوشش ڪرڻ هو. ان وقت تائين سنڌ ۾ ڪن خاص با اثر شخصي گروهن ذريعي ڪم هلندو هو. جن ۾ هڪ گروهه سر غلام حسين هدايت الله جو هو ۽ ٻيو سر شاهنواز خان پتي جو.

1936ع ۾ سنڌ جي جدا صوبي جي صورت اختيار ڪرڻ شرط وري سياسي پارٽيون ناهڻ لاءِ، ڪوششون شروع ٿيون. هن دفعي سائين جي ايم سيد، حاجي عبدالله هارون سان گڏجي پنجاب جي يونينسٽ پارٽيءَ جي نموني تي "سنڌ اتحاد پارٽي" ناهي ۽ ٻنهي گروهن جي اڳواڻن کي ان ۾ شامل ٿيڻ لاءِ، درخواست ڪئي. ٻنهي گروهن ان ۾ ان شرط تي شريڪ ٿيڻ قبوليو ته پارٽيءَ جو ليڊر سيٺ عبدالله هارون ٿيندو ۽ ڊپٽي ليڊر اهي ٻئي ٿيندا. هي ٻئي ڪنهن هڪ جي ليڊر شپ هيٺ ڪم ڪرڻ لاءِ، تيار نه هئا. نيٺ 31 آڪٽوبر 1936ع تي "اتحاد پارٽيءَ" جو ڪنوينشن ٿيو. جنهن ۾ آئين پاس ڪيو ويو. چونڊن مهل پارٽيءَ طرفان جڏهن پيو ڊپٽي ليڊر سيد ميران محمد شاهه مقرر ٿيو. تڏهن سر غلام حسين وارو گروهه ڪنوينشن مان احتجاج طور اٿي ويو ۽ وڃي ٻي جماعت بنايائون. اتحاد پارٽيءَ جو ليڊر ڪجهه عرصو حاجي عبدالله هارون رهيو. پر پوءِ ان استعيفيٰ ڏني ۽ ان جو ليڊر سر شاهنواز خان چونڊيو ويو ۽ حاجي عبدالله هارون ڊپٽي ليڊر طور ڪم ڪرڻ لڳو. اتحاد پارٽي

غير جانبدار پارٽي هئي. سر غلام حسين واري مسلم ليگ سياسي پارٽي فرقيوار هئي. جونئن ۾ سر شاهنواز خان ڀٽو ۽ حاجي عبدالله هارون، جهڙي ليڊر، فرقيوار پروپيگنڊا جي زور سبب شڪست کائي ويا. ۾ جونئن ۾ اتحاد پارٽيءَ جا 24 ميمبر چونڊجي آيا. جن سر شاهنواز کي وزارت ٺاهڻ لاءِ گورنر کي درخواست ڏني. کيس جونيئرن لاءِ سائين جي ايم. سيد پنهنجي استعيفا ڏيڻ جو اعلان ڪيو ليڪن گورنر اها ڳالهه قبول نه ڪئي ۽ چيو ته اها ڳالهه جمهوريت جي روايتن جي خلاف هئي ته هڪ شڪست کاڌل ليڊر کي وزارت ٺاهڻ لاءِ گهرائجي. نيٺ هن منٿ ڪري، سر شاهنواز خان کي بمبئيءَ ۾ پبلڪ سروس ڪميشن جي ميمبريءَ لاءِ رضامند ڪيو. سر شاهنواز خود دل شڪستو ٿي پيو هو ۽ ان کان پوءِ وڌيڪ سياست ۾ رهڻ نه ٿي گهريائين.

4 اپريل 1937ع تي، سر شاهنواز ڀٽو پبلڪ سروس ڪميشن جو ميمبر مقرر ٿيو ۽ 1945ع تائين اتي ڪم ڪندو رهيو. 1945ع کان جهوناڳڙهه اسٽيٽ ۾ ديوان مقرر ٿيو جتي 1948ع تائين رهندو آيو جڏهن جهوناڳڙهه اسٽيٽ هندستان جي هٿ هيٺ آئي ۽ نواب آف جهوناڳڙهه پاڪستان آيو ته هيءُ به ساڻس گڏجي هتي آيو. ڪجهه وقت تائين هتي به هو ديوان رهندو آيو، پر پوءِ صحت جي خرابيءَ سبب ان منصب تان استعيفا ڏنائين.

سر شاهنواز خان ڀٽي ٻه شاديون ڪيون هيون. پهرئين گهر مان امداد علي خان ۽ سڪندر علي خان فرزند ٿيس. اها گهرواري سندس حياتيءَ ۾ ئي اپريل 1950ع ۾ انتقال ڪري وئي. جڏهن ته سندس ٻي گهرواري 28 آڪٽوبر 1962ع تي وفات ڪئي. جنهن مان کيس ذوالفقار علي خان ڀٽو 5 جنوري 1928ع تي ڄائو جيڪو انگلنڊ مان بئرسٽريءَ جو امتحان پاس ڪري آيو. 1958ع کان جولاءِ 1966ع تائين پاڪستان حڪومت ۾ وزير جي عهدي تي رهيو. پوين سالن ۾ هو پاڪستان جو پرڏيهي وزير به رهيو ۽ پوءِ پاڪستان جو صدر ۽ وزيراعظم ٿي رهيو (وڌيڪ ڏسو: ڀٽو ذوالفقار علي).

سياسي مسلڪ: سر شاهنواز خان سنڌ جي پهرين سياستدانن وانگر عملي سياست جو مکيه رڪن هو جنهن ۾ اقتدار ذريعي ملڪي خدمت جي مقصد کي اڳيان رکيو ويو. سندس سياسي پاليسي غير فرقيوارانه ۽ آبادگار طبقي جي حمايت واري هئي. هن 19 نومبر 1957ع تي لاڙڪاڻي ۾ وفات ڪئي ۽ ڳڙهي خدا بخش جي تاريخي قبرستان ۾ مدفون آهي.

**ڀٽو، شاهنواز:** شاهنواز ڀٽو پاڪستان جي اڳوڻي صدر ۽ وزيراعظم جناب ذوالفقار علي ڀٽي جو فرزند هو 1958ع ڌاري جنم ورتائين. شاهنواز سيني



ٻارن ۾ ننڍو هو. شروعاتي تعليم پاڪستان ۾ ورتائين، پوءِ اعليٰ تعليم لاءِ ٻاهر موڪليو ويو. هو سئٽزرلينڊ ۾ پڙهي رهيو هو ته سندس والد ذوالفقار علي ڀٽي جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪري ڊڪٽيٽر ضياءُ الحق فوجي حڪومت قائم ڪئي ۽ بعد ۾ ڀٽي صاحب کي قتل جي ڪوڙي الزام ۾ ڦاهيءَ جي سزا ٻڌائي وئي. 1979ع ۾ جڏهن ذوالفقار علي ڀٽي کي ڦاهي ڏئي شهيد ڪيو ويو ته ان غم ۽ غصي ۽ عوام جي بيچينيءَ سبب شاهنواز ڀٽو پنهنجي وڏي ڀاءُ مير مرتضيٰ ڀٽي ساڻ گڏ ضياءُ آمريت خلاف جدوجهد ڪئي. سندن وڏي ڀيڻ بينظير ڀٽو پڻ فوجي عتاب هيٺ رهي ۽ ڪجهه عرصو سکر جيل ۾ قيد ڪاٽيائين. هوءَ

پنهنجي ٻنهي ڀائرن جي حياتيءَ لاءِ فڪرمند رهندي هئي.

شاهنواز ڀٽي ۽ مرتضيٰ ڀٽي جي شادي افغانستان جي هڪ شاهوڪار خاندان مان افغاني جنرل شاهنواز جي ڌيئرن سان ٿي.

18 جولاءِ 1985ع تي 27 سالن جي گهڀرو نوجوان شاهنواز ڀٽي جو لاش فرانس جي شهر نائيس ۾ سندس گهر مان مليو جنهن بابت ڪن حلقن جي راءِ آهي ته کيس ان افغان گهرواريءَ ريحانه زهر ڏنو هو نتيجي طور مرتضيٰ ڀٽي پنهنجي افغان گهر واريءَ کي طلاق ڏئي ڇڏي هئي. ڪن حلقن جو خيال آهي ته شاهنواز ڀٽو ضياءُ الحق خلاف هو ۽ ان کيس مارائڻ جو منصوبو رٿيو ۽ شاهنواز ڀٽو ان سازش جو شڪار ٿيو ڪن جي راءِ آهي ته انقلابين جي اصول تحت هن سختيءَ ۽ جاسوسيءَ کان تنگ ٿي زهر کاڌو هو بهرحال قتل جي شڪ ۾ فرينچ حڪومت ريحانه کي گرفتار به ڪيو هو پر ڪجهه عرصي بعد کيس آزاد ڪري سفر جي اجازت ڏني وئي. جنهن بعد هوءَ آمريڪا هلي وئي ۽ هن وقت شاهنواز ڀٽي جي ڌيءَ سسئي ڀٽو ساڻس گڏ آمريڪا ۾ رهائش پذير آهي.

شاهنواز ڀٽي جي خوش مزاجيءَ واري طبيعت سبب سڀ گهر ڀاتي کيس پائيندا هئا. هن جي مزار سندس عظيم والد بهادر ڀيڻ ۽ ڀاءُ سان گڏ ڳڙهي خدا بخش ۾ آهي.



**ڀٽو، صنم:** شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي ننڍي نياڻي ۽ محترمه شهيد بينظير جي ننڍي ڀيڻ صنم ڀٽو 1957 ڌاري جنم ورتو هن هارورڊ يونيورسٽيءَ مان گريجوئيشن ڪئي آهي. سندس شادي ناصر حسين سان ٿي هئي پر هن وقت سندن علحدگي ٿي چڪي آهي. صنم ڀٽو گهڻي عرصي کان پرڏيهه ۾ رهي ٿي.

ڊسمبر 2007ع ۾ جڏهن محترمه بينظير ڀٽو جي شهادت جو المناڪ واقعو پيش آيو ته صنم ڀٽو پنهنجي ڀيڻ جي آخري ديدار لاءِ سنڌ آئي. هوءَ هن وقت شهيد ڀٽو خاندان جي واحد چشم و چراغ آهي. جيڪا زنده حيات آهي. ڪافي هڪ انٽرويو ۾ سياست ۾ اچڻ بابت پڇيو ويو ته هن ورائيو ته سندس سياست ۾ اچڻ جو ڪو به ارادو نه آهي. هن وقت صنم ڀٽو پنهنجي فرزند 'شهمير حسن' ۽ نياڻي 'آزادي' سان گڏ لنڊن ۾ رهائش پذير آهي.

**ڀٽو، علي محمد:** علي محمد ڀٽو ولد حڪيم نور محمد. 23 سيپٽمبر 1908ع تي ڳوٺ پير بخش ڀٽي (ميرپور ڀٽي) تعلقي رتيڏيري ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم ڳوٺ پير بخش ڀٽي جي سنڌي پرائمري اسڪول مان حاصل ڪيائين. ان کان پوءِ لاڙڪاڻي مدرسي، جيڪب آباد هاءِ اسڪول ۾ پڙهيو. 1929ع ۾ مٺڻ ڪوٽ پنجاب ۾ آبپاشي کاتي ۾ نوڪري ڪيائين. 1930ع ۾ سروسز اينڊ جنرل ايڊمنسٽريشن کاتي ۾ ڪلارڪ/ ٽائيپسٽ مقرر ٿيو. چيمبرس آف ڪامرس ڪراچيءَ ۾ ڪورس ڪرڻ کان پوءِ اسٽينوگرافر انگريزي مقرر ٿيو. رائل ڪاليج صدر ڪراچيءَ ۾ وڌيڪ اسپيڊ ڪلاسز ۾ داخلا ورتائين. جتي پوءِ ٽيچر مقرر ٿيو. 1931ع کان 1936ع تائين جيمس آباد، ميرپور خاص ۽ سکر بدلي ٿي آيو. جتي سکر بئراج جي آفيس ۾ انجنيئرنگ کاتي ۾ ملازم ٿيو ۽ بئراج ڪالوني سکر ۾ رهائش اختيار ڪيائين. 1939ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ ۾ انگريزيءَ جو آفيشل رپورٽر مقرر ٿيو. 1940ع ۾ سنڌي

رپورٽر مقرر ٿيو. 1952ع ۾ رضاڪارانه طور رٽائرمينٽ حاصل ڪري ٽي اخبارون، "دي اسٽيٽ سرونٽ" هفتيوار، "حمايت حق" ۽ "پاڪستان" اردو ۾ هڪ ئي وقت ڪراچي، حيدرآباد، لاڙڪاڻي ۽ سکر مان جاري ڪيائين محمد ليٿو پريس اسٽيٽ، سرونٽ پريس، فضل پرنٽنگ پريس قاضي عبدالقيوم روڊ حيدرآباد ۽ ڪراچي، جي پريسن مان ڇپائي ٻڌرو ڪرڻ لڳو. 1955ع ۾ خانبهادر محمد ايوب کهڙي کيس واپس نوڪريءَ ۾ رکيو. بعد ۾ زراعت کاتي حيدرآباد ۾ پبلسٽي آفيسر رهيو. خيرپور ۾ بدلي ٿيڻ بعد واپس لاهور پاڪستان اسيمبلي لاهور ۾ آفيشل رپورٽر مقرر ڪيو ويو. ان دوران ايوب خان طرفان کيس بنيادي جمهوريت ۾ عوامي نمائندن آفيسرن جي سڪيا لاءِ آفيسر مقرر ڪيو ويو. جتي عبدالحميد خان جتوئي، نصر الله ڪلهوڙي ۽ محمد صالح ٻٽ کي پڻ هن سکيا ڏني. 1962ع کان مارچ 1965ع تائين لاهور ۾ اسيمبليءَ ۾ نوڪري ڪيائين ۽ رٽائرمينٽ ورتائين. رٽائرمينٽ کان پوءِ خيرپور ميرس ۾ "قائد ڪمرشل ڪاليج جو افتتاح" ان وقت جي ڊپٽي ڪمشنر خيرپور ڪئپٽن محمد عثمان عيسانيءَ کان ڪرايائين. بعد ۾ اهو ڪاليج حيدر چوڪ حيدرآباد منتقل ٿي ويو. جتي شاگرد ٽائيپ ۽ شارٽ هئنڊ سکندا هئا.

علي محمد ڀٽي "سنڌي آواز نويسيءَ" جا ٽي ڀاڱا ۽ ٽنهي ڀاڱن جي لاءِ ان جي 'ڪُنجي' تيار ڪئي ۽ 'سنڌي آواز نويسيءَ جي لغت' به تيار ڪئي. جيڪا لغت سنڌ اسيمبلي ۽ ڪورٽ ۾ استعمال ٿيندڙ ٻوليءَ ۽ سيڪريٽريٽ جي لاءِ استعمال ٿيندڙ ٻوليءَ تي ٻڌل اندازاً 700 کان 1000 لفظن تي مشتمل آهي. ان کان سواءِ ملاوتي حرفن جا 12 جلد تيار ڪرڻ دوران 31 مارچ 1987ع تي وفات ڪري ويو. هڪ پٽ هڪ بيواهه ۽ چار نيائيون سوڳوار ڇڏيائين.

**ڀٽو، غلام رضا:** مشهور استاد ۽ تعليم دان غلام رضا ڀٽو 16 فيبروري 1916ع تي هالا شهر ۾ پيدا ٿيو. سندس والد جو نالو نواز علي ڀٽو هو. ٻاڻ پاڪستان ٿيڻ کان اڳ تعليم کاتي ۾ ملازم ٿيو ۽ مختصر وقت لاءِ 23 جولاءِ 1935ع کان اينگلو ورنيڪيولر اسڪول هالا ۾ نائب ماستر جي حيثيت سان پنهنجو علمي ڪردار شروع ڪيائين. ملازمت سان گڏوگڏ اعليٰ تعليم به حاصل ڪندو رهيو. مسلم يونيورسٽي علي ڳڙهه مان بي. اي ۽ حڪومت سنڌ جي تربيتي اداري مان ايس. ٽي. سي جو سرٽيفڪيٽ حاصل ڪيائين. هڪ اپريل 1946ع ۾ کيس ترقي ڏئي ميونسپل هاءِ اسڪول هالا جو هيڊ ماستر مقرر ڪيو ويو.

غلام رضا ڀٽي کي ريڊ ڪراس تحريڪ ۾ خدمتون سرانجام ڏيڻ تي حڪومت مغربي پاڪستان جي طرفان ٻنهي فرسٽ ڪلاس ۽ ٻه سيڪنڊ ڪلاس سندون پڻ عطا ٿيون.

هن عالم شخص هڪ انگريزي ڪتاب جو "اقتصادي انصاف" جي عنوان سان ترجمو ڪيو هو جيڪو سنڌي ادبي بورڊ پاران ڇپايو ويو. هُن جي علام آءِ آءِ قاضيءَ سان به ڪافي ويجهڙائپ هئي. وفات کان اڳ قاضي صاحب هڪ اهم خط غلام رضا ڀٽي کي لکيو هو جنهن جي تاريخي حيثيت آهي. اهو خط علي احمد بروهيءَ وٽ محفوظ هو. غلام رضا ڀٽو 21 اپريل 1986ع تي لاڏاڻو ڪري ويو. سندس فرزند نواز علي ڀٽو سنڌ يونيورسٽيءَ جو رجسٽرار رهيو جيڪو هاڻ رٽائرڊ آهي. ۽ ٻيا فرزند ڊاڪٽر انور ڀٽو، رياض ڀٽو ۽ ساجد ڀٽو مختلف شعبن سان لاڳاپيل آهن.

**ڀٽو، غنوي:** مير مرتضيٰ ڀٽي جي بيوهه ۽ شهيد بينظير جي ڀاڄائي غنويٰ لبنان ۾ ڄائي. هوءَ مير مرتضيٰ جي ٻي گهر واري ۽ فاطمه ڀٽو جي ويگي



ماءُ آهي. جڏهن 1996ع ۾ مير مرتضيٰ ڀٽو شهيد ٿيو ته غنويٰ ڀٽو پاڪستان آئي ۽ پنهنجي مڙس جو قتل ڪيس وڙهيائين. 1997ع ۾ هن "پ پ پ شهيد ڀٽو" پارٽيءَ جو بنياد وڌو ۽ پاڻ ان جي چيئرپرسن بڻي. هن لاڙڪاڻي مان 2002ع واري چونڊ به وڙهي پر اليڪشن ڪميشن گريجوئيٽ نه هئڻ ڪري سندس نامزدگي فارم رد ڪيو. ان بعد هن 2007ع ۾ پنجاب يونيورسٽيءَ مان پرائيويٽ اميدوار طور بي. اي جي ڊگري حاصل ڪرڻ کان پوءِ 2008ع واري اليڪشن ۾ حصو ورتائين پر ڪامياب نه ٿي سگهي. ان کان اڳ جڏهن بينظير ڀٽو کي 27 ڊسمبر 2007ع تي راولپنڊيءَ ۾ شهيد ڪيو ويو ته غنويٰ ڀٽو اختلافن باوجود پنهنجي ڌيءَ فاطمه ۽ پٽ ذوالفقار جونيئر سان گڏ تدفين تي پهتي هئي. نومبر 2009ع ۾ مير مرتضيٰ ۽ سندس ساٿين جي قتل واري ڪيس تي عدالت مقتولن کي بيڏوهه قرار ڏنو ۽ الزامن هيٺ آيل ملزمن کي به انهن رمارڪس سان آزاد ڪيو ته مٿن واضح شاهديون نه آهن. جڏهن ته اهڙي فيصلي تي غنويٰ ڀٽو ۽ سندس پارٽيءَ کي مايوسي ٿي.

**ڀٽو، فاطمه:** فاطمه ڀٽو شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي پوٽي ۽ شهيد



مير مرتضيٰ ڀٽي جي نياڻي 29 مئي 1982ع تي جنم ورتو. هن شروعاتي تعليم آمريڪن اسڪول ڪراچيءَ مان حاصل ڪئي. هن گريجوئيشن (B.A) ڪولمبيا يونيورسٽي آمريڪا جي برنارڊ ڪاليج مان ۽ ماسٽرس اسڪول آف اورينٽل اينڊ آفريڪن اسٽڊيز لنڊن يونيورسٽيءَ مان ڪئي. فاطمه ڀٽو هڪ سٺي ليکڪا ۽ شاعره آهي. سندس ٽي ڪتاب ڇپجي چڪا آهن جن مان پهريون "Whispers of the Desert" سندس انگريزي شاعريءَ جو ڪتاب آهي جيڪا شاعري هن 15 سالن جي عمر کان ولي ڪئي هئي. جنهن ۾ هن پنهنجي پيءُ شهيد مير مرتضيٰ ڀٽي جي يادن کي احساساتي روپ ڏنو آهي. سندس ٻيو ڪتاب '8:50 am' آهي. جيڪو 8 آڪٽوبر 2005ع تي اترين علائقن ۾ آيل زلزلي ۾ ٿيل جاني ۽ مالي نقصان بابت آهي. هي ٻئي ڪتاب آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس طرفان ڇپايا ويا آهن. فاطمه ڀٽو جو ٽيون ڪتاب 'Songs of Blood & Sword' تازو پارت ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. جنهن جو مهورت 30 اپريل 2010ع ۾ ڪلفٽن گارڊن ڪراچي ۾ ٿيو هو. هوءَ پاڪستان جي وڏين اخبارن، جنگ ۽ انٽرنيشنل نيوز ۾ هفتيوار ڪالم به لکندي رهي آهي. هن تازو لبنان جي دوري دوران اسرائيلي حملن متعلق هفتيوار ڊائري به لکي آهي.

مير مرتضيٰ ڀٽي پهرين شادي افغاني جنرل شاهنواز جي ڌيءَ فوزيه سان ڪئي. جنهن مان فاطمه ڀٽو جنم ورتو. ان گهر واريءَ کي طلاق ڏيڻ کان پوءِ پاڻ ٻي شادي محترمه غنويٰ سان ڪيائين. جنهن فاطمه ڀٽو جي پرورش هڪ ماءُ وانگر ڪئي. هوءَ پنهنجي پيءُ جي جدوجهد کي اڳيان وڌائي رهي آهي. شهيد محترمه بينظير جي شهادت تائين هوءَ سندس تمام گهڻو ويجهو

رهي ۽ محترمہ شهيد پڻ مير مرتضيٰ جي هن نشانيءَ کي سدائين جيءَ ۾ جايون ڏيندي هئي. جنهنڪري فاطمہ ڀٽو کي پنهنجي پيءَ جي شهادت جو سخت صدمو رسيو. هن وقت هوءِ ماءُ سان گڏ پيپلزپارٽيءَ (شهيد ڀٽو) سان وابستہ آهي.

**ڀٽو، محمد اسماعيل:** محمد اسماعيل ڀٽو 7 سيپٽمبر 1908ع ۾ ڳوٺ پير بخش ڀٽي ۾ ڊاڪٽر حڪيم حاجي نور محمد ڀٽي جي گهر ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ ميرپور ڀٽو ۽ پير بخش ڀٽي، تعلقي رتيديري ضلعي لاڙڪاڻي ۾ حاصل ڪيائين. وڌيڪ تعليم جامعہ اسلاميہ اسڪول ڪڏهن ڪراچيءَ مان. مدل ۽ سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ مان ميٽرڪ سٺن نمبرن سان پاس ڪرڻ بعد فرسٽ ايئر بهاؤ الدين ڪاليج جهونا ڳڙهہ مان ڪئي. ان وقت مهاڀاري لڙائي لڳڻ سبب جهونا ڳڙهہ جي بندرگاهہ تي برطانيہ جي جنگي جهازن ۽ ملٽري ٽرڪن جي آمد رفت جي ڪري جرمن جهازن بمباري ڪئي هئي. ان صورتحال ۾ محمد اسماعيل ڀٽي تعليم اڌ ۾ ڇڏي واپس اچي اسسٽنٽ ڪنٽرولر ڪراچيءَ وٽ ملازمت اختيار ڪئي. جتي غلام اسحاق خان اسٽيٽ ڪنٽرولر هو جيڪو بعد ۾ پاڪستان جو صدر مقرر ٿيو.

بعد ۾ ٽرانسپورٽ کاتي، انڊسٽريز کاتي، پبلڪ ورڪس کاتي ۽ سنڌ گورنمينٽ پريس ڪراچيءَ ۾ ڪم ڪرڻ بعد کيس گورنر جنرل پاڪستان محمد علي جناح جو پهريون پرسنل اسسٽنٽ (پي اي) مقرر ڪيو ويو جتي هن محمد علي جناح سان گڏ ڪم ڪيو. بعد ۾ تعليم کاتي ۾ استاد مقرر ٿيو پي اي، ايل ايل بي ڪيائين. 1971ع ڌاري کيس وزير تعليم در محمد اوستي جو بعد ۾ سيڪريٽري تعليم سيد پناهہ علي شاهہ جو ان کان پوءِ ڊائريڪٽر تعليم ڪراچي واحد بخش شيخ جو پي اي مقرر ڪيو ويو. تعليم کاتي مان رٽائر ٿيڻ بعد هاءِ ڪورٽ ۾ وڪالت ڪرڻ لڳو. محمد اسماعيل ڀٽي اڳرات اڳڪٽي ڪئي هئي تہ ذوالفقار علي ڀٽي کي وزارت جو قلمدان ملندو. ذوالفقار علي ڀٽي وزارت جو قلمدان سنڀالڻ کان پوءِ کيس مبارڪباد ڏني هئي تہ توهان جي الله تعاليٰ ڳالهہ پوري ڪئي.

محمد اسماعيل ڀٽي جي گهر واري آمنہ بيگم ڀٽو، بينظير ڀٽو کي قرآني تعليم ڏيڻ کان علاوه اردو ۽ اسلاميات پڙهائيندي هئي. محمد اسماعيل ڀٽي جي نياڻي صفيہ ڀٽو ڪلفٽن ڪراچي پ پ شعبہ خواتين جي صدر رهي چڪي هئي. جڏهن تہ رقيہ ڀٽو پ پ گڏري شعبہ خواتين جي اڳواڻ رهي چڪي آهي ۽ محمد حنيف ڀٽو پ پ ڪراچي نرسري شاخ جو نائب صدر رهي چڪو آهي. محمد اسماعيل ڀٽي صاحب 4 ڊسمبر 1998ع تي وفات ڪئي. ميوا شاهہ قبرستان ڪراچيءَ ۾ دفن آهي.

**ڀٽو، محمد يوسف:** محمد يوسف ڀٽو 1896ع ڌاري بني شهر (تعلقي ميرپور بٺوري ضلعي ٺٽي) ۾ ڄائو. سندس وڏا اصل پنجاب جا هئا. جيڪي سندس ولادت کان گهڻو اڳ لڏي اچي سنڌ جي بني شهر ۾ ويٺا. محمد يوسف کي ڇهن سالن جي ڄمار ۾ پڙهڻ لاءِ اسڪول ۾ ويهاريو ويو. ننڍي هوندي کان محنتي ۽ هوشيار هو ۽ پنهنجي ڪلاس ۾ سدائين اڳيرو رهيو. هوشياريءَ ۽ سٺي سيرت جي ڪري کيس استاد بہ گهڻو چاهيندا هئا. فائنل پاس ڪرڻ کان پوءِ 1914ع ۾ پندرهن روپيا ماهوار پگهار تي پرائمري استاد مقرر ٿيو. ٽريننگ ڪاليج فار مين حيدرآباد سنڌ ۾ ساڍا ٽي سال ٽريننگ ڪري، سڄيءَ سنڌ ۾ پهرين پوزيشن حاصل ڪيائين. ٽريننگ کان پوءِ هي هڪ مثالي استاد ثابت ٿيو. تاريخ جو کيس گهرو مطالعو هو ۽ قرآن شريف جي ترجمي ۽ تفسير جو بہ سٺو ڄاڻو هو. شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي رسالي سان وڏي محبت هوندي هئس. کيس هر سر جي هر داستان جا ڪيترا بيت ۽ وايون ياد هونديون هيون. ڀٽو صاحب اڪيچار خوبين جي مالڪ هئڻ سان گڏ هڪ سٺو شاعر ۽ اديب بہ هو. سنڌ توڙي ايران جي مشهور شاعرن ۽ سنڌي شاعريءَ سان ڏاڍي محبت هوندي هئس. اڪثر محفلن ۾ صوفي شاعرن. فردوسي، حافظ، سعدي ۽ مولانا روميءَ جي شاعري پڙهائيندو رهندو هو. سندس شاعري گهڻو ڪري غزل ۽ ڪافيءَ جي صنفن تي مشتمل آهي. سندس ڪلام ۾ عشق، محبت، انساني جذبن جو اظهار، آس، نراس، روحاني راز ۽ رمزون ۽ تصوف جا نڪتا نمايان آهن. فني توڙي فڪري لحاظ سان سندس ڪلام پختو آهي. استاد محمد يوسف جو علمي ۽ ادبي مواد اڃ بہ سندس پونئيرن وٽ قلمي صورت ۾ موجود آهي. جنهن ۾ سندس هيٺيون تصنيفون اچي وڃن ٿيون:

1. هندستان جي تاريخ مغلن جي دور حڪومت تائين (سنڌي نظم ۾)
2. ڪليات يوسفي (شعروشاعري)
3. خوش گفتار حڪايتن ۽ اوليائن سڳورن جي زندگين جا واقعا ۽ حالتون
4. انوار سهيلي (فارسي) جو سنڌي ترجمو
5. عربي صرف ونحو قاعدا (سنڌي ترجمو)
6. رياضيءَ جو ڪتاب مڪمل سمجهاڻين سان

سندس هڪ ڪتاب "تنهنجا تير تفنگ" (شاعري)، زرعي يونيورسٽي ٽنڊو ڄام جي اڳوڻي وائيس چانسلر ڊاڪٽر رجب علي ميمڻ 1984ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

محمد يوسف ڀٽي آخري 35 سال ڏڙي شهر ۾ گذاريا. هن 6 اپريل 1980ع تي وفات ڪئي ۽ کيس ڏڙي جي قبرستان ۾ دفنايو ويو.

**ڀٽو مزار/مقبرو:** هي هڪ قديم مقبرو آهي. جيڪو سڪرنڊ کان 8 ڪلوميٽر اتر اوڀر تي، اتر ويڪرائي ڦاڪ 80 26 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 9 68 56 ڊگرين تي موجود آهي. هن مقبري جي اولهہ ۾ 200 ميٽرن تي ڄام ڏهر ۽ هڪ ڪلوميٽر پنڌ تي اوڀر ۾ ڳوٺ غلام حيدر ڀٽو آهي. اتر ۾ هڪ ڪلوميٽر تي مراد علي رند ڳوٺ، ۽ اڌ ڪلوميٽر ڏکڻ طرف ڳوٺ بنگل ديرو آهي. هن مقبري جي اڏاوت ۾ پڪيون سرون. ڳل گارو، چن گارو، بهہ ۽ چن پلستر استعمال ٿيل آهن. هي مقبرو ويڪر ۾ 5.20 ميٽر ويڪر ۾ 5.20 ميٽر ۽ اوچائي ۾ 6.50 ميٽر آهي. رتا جوڪندي الس اپرندي ڏانهن دروازي جي مٿان نوڪدار ونگ سان دروازو موجود آهي. مهاڙي گهڻ راسي جهالر ۽ ڪنارن سان سينگاريل آهي. مهاڙيءَ تي بہ گهڻ راسيون ڪناريون ۽ جهالرون، پيڙ بنا وغيره ٺهيل آهن. هر پاسي خصي ونگون ڪنارين سان موجود آهن. هر پاسي 5 عدد جارا ٺهيل آهن. مٿي ننڍا ننڍا ڪنگرا جوڙاري ٺهيل آهن ۽ انڪندي گنبذ مٿان اونڌي ٿيل ڪنول جو گل رکيل آهي. ان جي مٿان ننڍي ٿيل ٺهيل آهي. اندر ڪنڊ جوڙون (Squinches) گنبذ جي گول ڊانچي لاءِ انڪندو ڏاهين ٿيون وچ گنبذ ۾ آويزو (Pendant) ٺهيل آهي. جوڪندي اڏاوت تي اندر راسون (Cusps) مستطيل پاٽيل ۽ خصي ونگون ديوارن تي ٺهيل آهن. مقبري کي جهنگلي ٻوٽا ۽ ڄاريون وڪوڙي ويون آهن. هن مقبري جي حالت تمام خراب آهي ۽ ان کي تڪڙي مرمت جي ضرورت آهي. پيءَ صورت ۾ هي تاريخي آثار ميٽجي ويندو جنهن تي تحقيق جي ضرورت آهي. آرڪيالاجي ڊپارٽمينٽ کي ان طرف ڌيان ڏيڻ گهرجي.

**ڀٽو، ممتاز علي:** ناميارو سياستدان ممتاز علي ڀٽو 29 نومبر 1933ع تي ڳوٺ پير بخش ڀٽي، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ڄائو هو شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جو سئوٽ ۽ سنڌ نيشنل فرنٽ جو چيئرمين آهي. ماضيءَ ۾ پيپلزپارٽيءَ جو ميمبر، وفاقي وزير، گورنر ۽ سنڌ جو وڏو وزير به رهيو آهي. هن پرائمري تعليم پنهنجي اباڻي ڳوٺ ۽ باقي تعليم ميسور



(ڀارت) مان تعليم حاصل ڪئي. 1959ع ۾ لنڪنس اِنَ مان ’بار ايٽ لا‘ ڪيائين ۽ 1963ع ۾ آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ مان ماسٽرس جي ڊگري ورتي. مارچ 1965ع ۾ 32 سالن جي عمر ۾ قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو. جڏهن ذوالفقار علي ڀٽي 30 مارچ 1967ع تي پيپلز پارٽي ناهي ته هي ان جو بنيادي ميمبر رهيو. 1970ع واري چونڊ ۾ سندس مقابلو قاضي فضل الله سان ٿيو ۽ هن اها چونڊ کٽي. 24 ڊسمبر 1971ع تي ذوالفقار علي ڀٽي کيس سنڌ، پهريان سنڌ جو گورنر ۽ پوءِ پهرين مئي 1972ع تي سنڌ جو وڏو وزير مقرر ڪيو.

سنڌ جي وڏي وزير طور هن سنڌي ٻوليءَ کي سرڪاري زبان جي درجي ڏيڻ جو سنڌ اسيمبليءَ مان اٽڪٽ پاس ڪرائي سنڌي زبان کي اسڪولن ۾ لازمي قرار ڏياريو. پر ان جي ڪجهه نام نهاد اردو دان طبقن طرفان مخالفت ٿيڻ سبب سنڌ ۾ لساني فساد ٿيا ۽ نتيجي طور مرڪز جي مداخلت تي مير رسول بخش ٽالپر، گورنر سنڌ طور سنڌيءَ سان گڏ اردوءَ کي به سنڌ جي ٻي سرڪاري زبان جو درجو ڏنو ويو.

ممتاز علي ڀٽو هڪ سٺي ايڊمنسٽريٽر طور مشهور ٿيو 7 جنوري 1977ع تي ٿيل چونڊن ۾ هو هڪ دفعو وري قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊجي آيو. 1977ع ۾ ذوالفقار علي ڀٽي کيس پيپلز پارٽي سنڌ جو صدر مقرر ڪيو. ڀٽي صاحب جي حڪومت ختم ٿيڻ بعد کيس ضياءالحق گرفتار ڪري ورتو بعد ۾ هو ملڪ کان ٻاهر هليو ويو. 31 مارچ 1985ع ۾ هن لنڊن ۾ سنڌي بلوچ پشتون فرنٽ جي نالي سان نئون اتحاد ناهيو ۽ پاڻ ان جو ڪنوينر مقرر ٿيو. مارچ 1989ع ۾ حيدرآباد ۾ هن ورڪرز ڪنوينشن ڪوٺايو جنهن ۾ هن سنڌ نيشنل فرنٽ جي نالي سان سنڌ سطح تي نئين پارٽي جوڙي، جنهن جو پاڻ چيئرمين ٿيو پاڪستان ۾ ڪنفيڊرل نظام قائم ڪرڻ هن پارٽيءَ جي منشور جو مکيه نقطو آهي. 1993ع ۾ لاڙڪاڻي مان سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ۽ 6 نومبر 1996ع ۾ جڏهن صدر فاروق احمد لغاريءَ بينظير ڀٽو جي حڪومت کي برطرف ڪيو ته ان بعد ممتاز علي ڀٽي کي سنڌ جو نگران وڏو وزير مقرر ڪيو ويو. شهيد ذوالفقار علي ڀٽو کيس گهڻو پيئندو هو کيس پنهنجو ”ڪيليئنڊ ڪزن“ سڏيندو هو ويجهي ماضيءَ ۾ ممتاز علي ڀٽي شهيد بينظير ڀٽو جي پارٽي پاليسين سان اختلاف رکيا. جڏهن ته هاڻوڪي حڪومت تي پڻ تنقيد ڪندو رهي ٿو شڪار جو شوقين ممتاز علي ڀٽو مطالعي جو ذوق به رکي ٿو ڪجهه سال اڳ هن سنڌ جي قومپرست پارٽين سان گڏجي ”سنڌ قومي اتحاد“ ناهيو جيڪو پائدار ثابت نه ٿيو. هن وقت پنهنجي ڳوٺ ۾ پنهنجي جاگير جا معاملا سنڀالي رهيو آهي. جڏهن ته پنهنجي فرزند امير بخش ڀٽي سان گڏ پنهنجي پارٽيءَ ”سنڌ نيشنل فرنٽ“ کي پڻ متحرڪ رکندو اچي ٿو.

**ڀٽو، مولا بخش ”مسڪين“:** مولا بخش ”مسڪين“ ڀٽو، 1909ع ڌاري شڪارپور ۾ پيدا ٿيو سندس والد جو نالو عبدالمجيد هو پرائمري اسڪول ۾ تعليم وٺڻ بعد 1909ع ۾ سنڌي فائنل جو امتحان پاس ڪري ورتائين جيئن ته آزاد خيال انسان هو، انڪري سرڪاري ملازمت ڪرڻ بدران سول ڪورٽ ۾ عريضه نويس ٿي گذاريائين. سندس حياتيءَ جو گهڻو عرصو جيڪب آباد شهر ۾ گذريو مذهبي تعليم جي طرف توجهه هئس. روزي نماز جو بيحد پابند هو ايتري قدر جو جماعت کان سواءِ شايد ئي ڪا نماز ادا ڪيائين. حياتيءَ جي پوئين عرصي ۾ سڀ ڪجهه ڇڏي، ياد خدا ۽ لکڻ پڙهڻ جي شغل ۾ گذاريائين.

سندس تصنيفن مان هڪ ڪتاب ”حقوق الوالدين“ ڇپجي چڪو آهي ۽ سندس ٻيون تصنيفون به مذهبي معلومات جو ذخيرو آهن ۽ دستخطن جي صورت ۾ باقي آهن. انهن مان هن ”سورة يوسف ۽ ياسين“ جو تفسير وڏيءَ محنت سان لکيو مولا بخش ”مسڪين“ چڱو نثر نويس ته هو پر شاعر به هو سندس بيتن جو هڪ مجموعو ”ابيات مسڪين“ نالي سنڌي ادبي بورڊ طرفان گهڻو اڳ ڇپجي چڪو آهي. سندس بيتن ۾ نادر تشبيهون گهڻا آهن. ”مسڪين“ جي ڪلام ۾ پختگي ۽ رواني آهي.

شڪار پور جو هي زنده دل شاعر مولا بخش ”مسڪين“ ڀٽو گهڻو وقت بيمار رهڻ بعد 24 سيپٽمبر 1953ع تي وفات ڪري ويو.

**ڀٽو، مير مرتضيٰ:** شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جو وڏو فرزند مير غلام مرتضيٰ ڀٽو 18 سيپٽمبر 1954ع تي ڪراچيءَ ۾ ڄائو شروعاتي تعليم سينٽ ميري اسڪول راولپنڊيءَ مان حاصل ڪيائين. جنهن بعد هن ’اوليول‘ جو امتحان 1971ع ۾ ڪراچي گرامر اسڪول مان پاس ڪيو گريجوئيشن ڪرڻ لاءِ هارورڊ يونيورسٽي لنڊن پڙهڻ ويو جتي 1976ع ڌاري ڊگري حاصل ڪيائين بعد ۾ مير مرتضيٰ ڀٽو پنهنجي والد جي خواهش تي ڪرائسٽ چرچ ڪاليج آڪسفورڊ ۾ ايم. لٽ (M. Lit.) جو ٽن سالن جو ڪورس پڙهڻ لاءِ ويو پر



ان دوران 1978ع ۾ سندس والد ذوالفقار علي ڀٽي کي پاڪستان جي لاهور هاءِ ڪورٽ ياران قتل جي ڪوڙي الزام ۾ ڦاهيءَ جي سزا ٻڌائي وئي. جنهن سبب مير صاحب اهو ڪورس اڌ ۾ ڇڏي پاڪستان وڃڻ لاءِ آتو ٿيو ۽ پنهنجي عظيم والد جو پيغام مليس ته هو سندس آزاديءَ لاءِ بين الاقوامي طاقتن کي اعتماد ۾ آڻڻ لاءِ ٻاهر رهي ڪوششون ڪري. ان کان اڳ 5 جولاءِ 1977ع تي جڏهن ذوالفقار علي ڀٽي جو تختو اونڌو ڪيو ويو ته مرتضيٰ ڀٽو پنهنجي خاندان وارن سان گڏ لاڙڪاڻي واري ’المرتضيٰ هائوس‘ ۾ موجود هو جڏهن سندس والد کي گرفتار ڪيو ويو ته کيس والد حڪم ڪيو ته هو ملڪ کان ٻاهر هليو وڃي. ان سياهه دور ۾ جڏهن ڀٽي صاحب کي جنرل ضياءالحق جي سازش سان ڦاسي ڏني وئي ته ڏک ۽ ڪاوڙ وچان مرتضيٰ پنهنجي ڀاءُ مير شاهنواز سان گڏ جدوجهد جو آغاز ڪيو جنهن جو مقصد جنرل ضياءَ کي رستي تان هٽائڻ هو. جيئو وڃي ٿو ته سندن ڪن دوستن ياران ان جدوجهد سبب ’الذوالفقار‘ نالي تنظيم به ناهي وئي. ٻنهي ڀائرن پنهنجي تعليم ڇڏي آمريت خلاف للڪار ڪئي ۽

جمهوريت جي بحالي، لاءِ پنهنجي همدردن جي حمايت به حاصل ڪئي. پر جنرل ضياءُ جا ارادا نه بدليا ۽ محترمه بينظير ڀٽو شهيد پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو هو ته ڪيس پنهنجي ٻنهي ڀائرن جي حياتي، جو فڪر رهندو هو. انهي، عرصي دوران ٻنهي ڀائرن ٻن سڳين ڀينرن سان شادي ڪئي. جيڪي نسلي طور افغاني هيون. ٻنهي کي هڪ هڪ نياڻي به ٿي. مرتضيٰ ڀٽي جي نياڻي، جو نالو فاطمه ڀٽو رکيو ويو 18 جولاءِ 1985ع تي شاهنواز ڀٽو جيڪو فرانس ۾ رهائش پذير هو. ان جو لاش سندس گهر مان مليو جنهن بابت اهو محسوس ٿيو ته کيس زهر ڏنو ويو هو (وڌيڪ ڏسو: ڀٽو شاهنواز) جنهن کان پوءِ مير مرتضيٰ اڪيلو ٿي پيو. ان حادثي بعد مير مرتضيٰ پنهنجي ٻيهرين گهر واريءَ کي طلاق ڏئي ڇڏي ۽ پنهنجي ڌيءَ کي پاڻ سان رکيو.

مير مرتضيٰ ڀٽو ڪجهه سال جلا وطن رهيو. ان دوران سندس شادي لبنان جائي غنويٰ ڀٽو سان ٿي. 1993ع ڌاري هو وطن موٽيو. سندس حمايتين هن جو ڀرپور استقبال ڪيو. ڪجهه سالن بعد سندس ڀيڻ محترمه بينظير ڀٽو ٻيهر وزيراعظم چونڊجي آئي. پر ان اليڪشن دوران هن محترمه بينظير ڀٽو سان ڪجهه نظرياتي اختلاف رکيا ۽ الڳ چونڊ وڙهي صوبائي سيٽ کٽي هئي. جڏهن ته پ پ (شهيد ڀٽو) کي منظم ۽ متحرڪ ڪرڻ لاءِ سرگرم رهيو. هو نهايت جوشيلو ۽ باهمت نوجوان هو ۽ اڪثر تقريرن ۾ آمريت ۽ ناانصافي، خلاف ڪهرو لهجو استعمال ڪندو هو. جنهن سبب ڪجهه گروهه سندس خلاف هئا. آخرڪار 20 سيپٽمبر 1996ع جي رات جڏهن هو پنهنجي سائين سان گڏ ڪراچي، ۾ هڪ جلسي تان موٽي رهيو هو ته 70 ڪلفٽن ويجهو سندن رهائشگاهه وٽ پوليس ڪڙو چاڙهيو بيٺي هئي. جنهن ٿي تڪرار بعد پوليس جي اڻڌاڌنڌ فائرنگ جو سلسلو شروع ٿيو. مير مرتضيٰ ڀٽو شديد زخمي ٿي پيو ۽ اسپتال ۾ ساهه پورا ڪيائين ۽ شهيد ٿي ويو. ساڻس گڏ سندس ڇهه ساٿي به اجل جو شڪار ٿيا. سندس مڙهه ٻين اڳين سان گڙهي خدا بخش ۾ دفنايو ويو.

ان سانحي کان پوءِ محترمه بينظير ڀٽو جي حڪومت کي شديد تنقيد جو منهن ڏسڻو پيو. پاڻ جي غم ۾ ورتل ڏڏهڪي وزيراعظم بينظير ڀٽو جي حڪومت خلاف اها سازش ڪامياب ٿي. جنهن بعد پيپلزپارٽي، جي ٺي جوڙيل صدر فاروق لغاري، اسيمبليون ٽوڙيون (وڌيڪ ڏسو: بينظير ڀٽو) هن وقت مرتضيٰ ڀٽي جي قائم ڪيل پارٽي پ پ (شهيد ڀٽو) جي سربراهه سندس بيوه غنويٰ ڀٽو آهي.

**ڀٽو، نصرت بيگم** (ڏسو: بيگم نصرت ڀٽو)

**ڀٽون (وڇون):** هڪ اندازي موجب ڀٽون، يا وڇون، جو نسل دنيا ۾ ٽيهن يا چاليهن ڪروڙن سالن کان آهي. پر باوجود ان جي وڇون، جي شڪل شبيهه ۾ ڪا خاص تبديلي ڪانه آئي آهي. جيتوڻيڪ قديم زماني جي مخلوق ۾ ڪافي تبديليون اينديون رهيون آهن ۽ ڪن جانورن جا ته نسل ئي ختم ٿي ويا آهن. حيوانات جي ماهرن جو چوڻ آهي ته قدرت وڇون، کي مڪمل شڪل ۾ پيدا ڪيو آهي. ان ڪري وڇون بلڪل ساڳئي حالت ۾ اڄ به موجود آهي. وڇون، کي عام طور تي "جيت" سمجهيو ويندو آهي. وڇون، کي اٺ ٽنگون آهن. وڇون حقيقت ۾ فائيلم ارٿروپوڊا جي ڪلاس (ايرڪ نيڊا) سان واسطو رکي ٿو.

جيتوڻيڪ وڇون اڪثر گرم ملڪن ۾ لڀن ٿا. ته به اهي رڳو انهن جاين تائين محدود نه آهن. يورپ، يونان، اٽلي، اسپين وغيره ۾ هن جا ڪيترائي قسم لڀن ٿا، ۽ هڪ قسم جرمني، جي ڏاکڻين حصي ۾ به پکڙيل آهي. ان



عام ڀٽون

کان سواءِ آمريڪا ۾ به وڇون ملن ٿا. سڄي دنيا ۾ وڇن جا 500 کان به وڌيڪ قسم لڌا وڃن ٿا.

هتي ۾ "ڪارو وڇون" سڀ کان وڌيڪ زهريلو ۽ رنگ جو گهاٽو ڪارو هوندو آهي. جنهن جي ڊيگهه 6 کان 8 انچن تائين ٿئي ٿي. عام وڇون وري ميٽائين رنگ جو هوندو آهي. جو اسان وٽ سنڌ ۾ به ملندو آهي.

وڇون، جو جسم ٻن حصن ۾ ورهايل هوندو آهي. هڪ کي "پيٽ جو اڳيون حصو" (Pre-abdomen) ۽ ٻئي کي "پيٽ جو پٺيون حصو" (Post-abdomen) ڪري چيو ويندو آهي. پيٽ جو اڳيون حصو ان جي مٿي ۽ ان سان ڳنڍيل سيني تي مشتمل هوندو آهي ۽ ان ۾ ڪل ست "ڳريون" يا "ڳاٺون" (Segments) هونديون آهن. جيڪو ان جو پڇ هوندو آهي. جنهن جي آخري ڇيڙي تي زهريلن غدودن جو هڪ جوڙو هوندو آهي. وڇن جي منهن تي هڪ سخت، مڙيل ۽ چهنبدار ڪنڊو هوندو آهي. جنهن کي "ڏنگ" چوندا آهن. ڏنگ جو موڙ ڪجهه اهڙي نموني هوندو آهي. جو جيستائين وڇون پنهنجي پيٽ جي پٺئين حصي کي مٿي نه ڪري. ڏنگ ڪم نه ڪندو. ڏنگ هڻڻ لاءِ وڇون پنهنجي پيٽ جي پٺين حصي کي مٿي ڪئي. اڳتي ڦٽو ڪندو آهي. ان جي ڏنگ ۾ هڪ سوراخ هوندو آهي. جنهن جي ذريعي هو پنهنجي شڪار جي جسم ۾ زهر داخل ڪندو آهي.

ٻاٺي ۽ پوسل واريون جايون وڇون، جون پسنديده جايون آهن. وڇون خشڪ موسم يا گرمي، جي موسم ۾ زمين جي اندر سوراخ ڪري خاموش زندگي گذاريندو آهي. ان ڪري ڏسڻ ۾ گهٽ ايندو آهي. جيئن ئي برسات جي مند شروع ٿيندي آهي ته زمين جي سطح تي ظاهر ٿيندو آهي ۽ ٻڙن جي پاسن ۾ شڪار جي ڳولا ۾ ويهندو آهي. اڪثر ڪري ڇيڻن. ڪاٺين ۽ ٻوٽن وغيره ۾ به ملندو آهي.

تنڊڙا جيت جئيا وڇون، جي دلپسند خوراڪ آهن. اڪري ٽنبڻ، ڪولين ۽ ڏيڏرن ڏاڍي مزي سان کائيندو آهي. وڇون، جي کائڻ جي رفتار ڪولين وانگر سست هوندي آهي ۽ ننڍي جيت کي به کائڻ لاءِ هڪ ڪلاڪ کان وڌيڪ وقت وٺندو آهي. وڇون، ۾ اهڙيون نه غدودي رسون ٿيون ٿيون، جي خلين ۾ ڪيميائي عمل پيدا ڪري انهن جي هضم ڪرڻ جي نظام کي درست حالت ۾ رکنديون آهن. وڇون ڪيترا ڏينهن بنا کاڌي جي به جيئرو رهي سگهي ٿو. هڪ اندازي مطابق وڇون هڪ سال کان به وڌيڪ عرصي تائين بغير ڪجهه کائڻ جي جيئرو رهي سگهي ٿو.

سڀني ارٿروپوڊا فائيلم جي جانورن وانگر وڇن جي وڏا به کلن لاهڻ (Molting) ذريعي ٿيندي آهي. کلن جو تعداد مختلف قسمن ۾ مختلف

ٿيندو آهي. اينٽريڪدر جو ساڳين ذاتين جي قسمن ۾ به فرق آهي مثلاً: "*Palmaneus Longimanus*" کي اٺ ۽ "*Androctonus Australis*" کي سٺ کلون لاهڻيون پونديون آهن. اهو عمل جسم جي سڀني حصن تي ٿيندو آهي. وڇونءَ جي بالغ ٿيڻ تي ئي ان جي جنس سڃاڻي سگهبي آهي. نر وڇونءَ جو پڇ ڊگهو ۽ جسم سنهو سيپڪ ٿيندو آهي. ان جي ابتڙ مادي وڇونءَ جو پڇ ننڍو ۽ جسم ڪجهه ٿلهو متارو ٿيندو آهي. وڇونءَ جي عمر ٽي يا چار سال ڪن ٿيندي آهي.

وڇونءَ جي زهر جا ٻه قسم ٿين ٿا. انهن مان هڪ ته عام آهي ۽ ماڻهوءَ لاءِ جوکائتو نه آهي. ۽ اهو عام وڇونءَ ۾ شمار ٿئي ٿو پٽي جو اثر ٿانگ جهڙو ٿئي ٿو ۽ اهو ڪاري وڇونءَ ۾ ٿئي ٿو عام وڇونءَ جو مثال "*Euscorpius Italicus*" آهي ۽ ڪاري وڇونءَ جو مثال "*Centruroides Sculpturatus*" آهي. ڪن وڇن جا زهريلا غدود گهٽ ٿين ٿا.



ڪارو پٽرن

عام وڇونءَ جي ڏنگڻ جو اثر گهڻو ٿيندو آهي جو ڏنگيل جاءِ تي سخت سور ٿيندو آهي ۽ اهو هنڌ سڄي پڻ ٿي پوندو آهي. ڪن حالتن ۾ ان جاءِ تي سوڄ به ٿي پوندي آهي ۽ اها جاءِ بلڪل بي حس ٿي پوندي آهي. ڪن ماڻهن ۾ ته اهو وهم ويٺل آهي ته ڏنگڻ کان پوءِ جيستائين وڇون جيئرو رهندو، اهو سور وڌندو ويندو. اهو سور چوويهن ڪلاڪن ڏاڍين هوندو آهي. پر ان جاءِ جي سرخي ۽ سوڄ ٻن ڪلاڪن ۾ ختم ٿي ويندي آهي. هن ۾ ماڻهوءَ جي زندگيءَ کي ڪو به خطرو نه هوندو آهي ۽ ان جو اثر اٿين هوندو آهي. جڏهن ڪنهن جيت جڪ پاتر هجي.

ڪاري وڇونءَ جي زهر جو اثر بلڪل ڪاريهر نانگ جهڙو هوندو آهي. ڏنگڻ جي ڪري سخت سور، ساهه کڻڻ ۾ تڪليف، بي آرامي ۽ وات مان ڳڱ وهندي آهي. دل جو ڌڙڪو وڌي ويندو آهي ۽ هٿن پيرن جا ننهن نيرا ٿي ويندا آهن ۽ ماڻهو 45 منٽن کان وٺي 10-12 ڪلاڪن جي اندر مري به سگهي ٿو. براڪن ميڪسيڪو ۽ ڏکڻ آمريڪا ۾ ڪيترائي ماڻهو هن جي ڪري مري ويا آهن. ڪاري وڇونءَ جي خشڪ ڪيل زهر جو 105 ملي گرام مقدار پاڻيءَ ۾ ڳاري، جيڪڏهن هڪ وڇولي عمر جي ڪتي کي انجيڪشن لڳائبي اهو مري ويندو.

طبيبن موجب وڇونءَ جي زهر جو بهترين علاج ڏماڪ جي ڦلهيار، پاڻيات حالت ۾ امونيا يا خشڪ حالت ۾ نوشادر، رجيل چرٻي، ليمي جو ست يا پوٽاشم پرمنگنيٽ آهي. انهن مان جيڪو به ملي، اهو لڳائجي. امونيا سنگهائڻ سان به ڪافي فائدو پهچندو آهي. برازيل، ميڪسيڪو، لنڊن ۽ الجيريا ۾ ته وڇونءَ جي ڏنگ لاءِ خاص انجيڪشنون تيار ڪيون ويون آهن. هڪ وڇونڙي هڪ ئي وقت سوين ٻچا پيدا ڪندي آهي. جيڪي سندس پيٽ ۾ پلبا آهن ۽ مقرر وقت تي ماءُ جي پيٽ کي اندران کائي ڦاڙي ٻاهر نڪرندا آهن ۽ وڇونڙي مري ويندي آهي.

**پٽرن**[2]: علم نجوم ۾، سج جي ٻارهن منزلن مان هڪ منزل. جنهن کي عربي ٻوليءَ ۾ "عقرب" ۽ انگريزيءَ ۾ Scorpio چوندا آهن. ان کي سنڌيءَ ۾ "پٽرن" يا "وڇون" به چون. عقرب، سلسلي ۾ اٺون نمبر برج آهي. سنڌ جي ٻنيءَ ٻاري واري نظام ۾ "پٽرن/وڇون" واري نکٽ يا برج کي وڏي اهميت آهي.

**پٽونڙا**: هڪ ذات جو نالو. ميمڻن جو پاڙو. جيڪي خاص ڪري ٺٽي ننگر ۾ رهندڙ آهن ۽ سندن پاڙو ئي "پٽونڙن" جو پاڙو سڏجي.

**پٽو واهڻ**: پتو واهڻ پاڪستان جو تمام اڳاڻو شهر آهي. ماضيءَ ۾ هي شهر سنڌ جو قلعي بند شهر هو. جنهن کي "پاٽيا" به چئبو هو. هي شهر هن وقت صادق آباد کان 9 ميل اتر طرف پنجاب ۾ آهي. هن شهر جو ذڪر چچ نامي ۾ به اچي ٿو. چو ته ان وقت برهمڻ راجائن جي دور ۾ ڪيئي جهيڙا ٿيا هئا. پتا واهڻ جيئن ته قلعي بند شهر هو. ڪلهوڙا ان جي جاگرافيائي بيهڪ به اهم هئي. ان ڪري هي شهر وڏي اهميت رکندو هو. هن شهر کي ابتدا ۾ 'پٽي واهڻ' سڏيو ويندو هو. پر جيئن ان جو ذڪر پٽن جي تاريخ ۾ به اچي ٿو ان ڪري اڳتي هلي 'پتا واهڻ' سڏيو ويو. ان تاريخ موجب هن شهر کي راجا پٽيءَ آباد ڪيو هو. اهو ٻي صدي عيسويءَ جو دور هو. 712ع ۾ محمد بن قاسم اروڙ جي پهرين پاٽيا قلعي تي قبضو ڪيو هو ۽ ان کان پوءِ جنهن به تاريخي سنڌ تي حملو ڪيو هو ان هن قلعي واري شهر تي ضرور قبضو ڪيو. جاگرافيائي لحاظ سان هي سنڌو درياهه جي ٻن شاخن جي وچ ۾ موجود رهيو آهي. پر جڏهن سنڌو درياهه جو رخ تبديل ٿي ويو ته هي شهر به ڦٽي ويو. هاڻي هڪ ننڍي شهر جي صورت ۾ موجود آهي.

**پٽو ۽ تاريخ (ڪتاب)**: هيءُ ڪتاب عمر ميمڻ جو ترجمو ڪيل ۽ ترتيب ڏنل آهي. جيڪو عظمت ادبي اڪيڊميءَ جو ڇپايل آهي. هن ڪتاب ۾ پاڪستان جي مدبر سياستدان ۽ اڳوڻي وزيراعظم شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي تاريخ ۽ حيثيت جو تعين ڪيو ويو آهي. ته هو پاڪستان، ٽين دنيا ۽ اسلامي دنيا جو اهم اڳواڻ هو. ڪرائون سائيز جي 104 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 10 رپيا آهي. ڪتاب جو پهريون ڇاپو مارچ 1967ع ۾ ۽ ٻيو ڇاپو اپريل 1989ع ۾ عظمت ادبي اڪيڊميءَ، ياران احمد برادرس پريس ناظم آباد ڪراچيءَ مان ڇپرائي 13 نظام لاج، گاڏي کاتي حيدرآباد مان پڌرو ڪيو ويو.

**پٽي**: پٽي پنجاب کان سنڌ ۾ لڏي آيل هڪ ذات چئي وڃي ٿي. هن ذات جا ماڻهو هندوستان جي مختلف علائقن ۾ به رهن ٿا. هندوستان واري علائقي حسار ۾ هي ٻن حصن ۾ ورهايل آهن. هڪڙا برهمڻ ۽ ٻيا راڄ برهمڻ. مهاڄن قبيلي جا ميراثي آهن. ۽ هنن جي شادين مرادين تي وڄنون وڄندا آهن. هي جڻيو پائين ٿا. سندن روايت ۾ رنڊ زال شادي نه ڪندي آهي. جڏهن ته راڄ پٽي ڪجهه زميندار به آهن ته هاريو به. ڪن ۽ رڱو جتن جي شادين مرادين ۾ ڳائين وڄائين. برهمي پٽي هندستان ۾ جتي ڪٿي ڦهليل آهن. هندستان جي علائقي گڙگائون ۾ هي راءِ به سڏجن ته ميراثي به. اٿي هي چئن پاڙن ۾ ورهايل آهن. (1) برهمڻ راءِ، (2) ٻيرو راءِ (جيڪي راجپوتن جي نسل مان آهن)، (3) راءِ (هي ماس کائين ۽ شراب به واپرائين) ۽ (4) جڳا. اهي ساڳا برهمڻ پاڙي جا پٽي ملتان، ڏيري غازي خان، ڏيري اسماعيل خان، ميان والي ۽ بنون ۾ ملن ٿا. سنڌ ۾ به هنن جو وڏو تعداد

رهي ٿو. پنجاب ۽ سنڌ ۾ مسلمان پٽي آباد آهن. ملتان جا پٽي وري چئن پاڙن ۾ ورهايل آهن. 1. چانڊي راس، 2. جنگا پمپا، 3. محل ۽ 4. شرڪ. ملتان ۾ هي وتيشار (Vateshar) به سڏجن ٿا.

پنهنجي رسمن موجب هي شادين ۾ دهل دماما وڄائين. سندن راڳون راڄ جي موتي قوتي تي اوسارا ڪن. جنهن کي سيپا (Saipa) چون. انهن اوسارن جون عورتون مقرر ٿيل پئسا وٺن. نوجوان ڇوڪريون ۽ ڇوڪرا مقرر ڏهاڙي تي شادين ۾ سهرا ڳائين ۽ نچن. پٽين جو پاڙو چنديسار گهڻو تلو ٻهراڙين ۾ رهي ٿو. جيڪي منگتا آهن. ڪاتيمار به پٽي ٿي آهن. پر هي چنديسارن کان الڳ آهن. ميانوالي ضلعي ۾ ٿوري تعداد ۾ رهن ٿا. انهن سندن پاڙا هي آهن. (1) برهمي، (2) ڪوسلا، (3) ڪاتيمار يا شيتي خيل ۽ (4) بادو برهمي. هي شادين مرادين ۾ ڳائين. بادو ذات جا پٽي نسلي مسلمان آهن. اهي خيرات نه وٺن. پر ڳائين وڄائين ڪو نه.

ڪن پٽين جو چوڻ آهي ته هو اصل پشڪرڻا برهمڻ (Pushkarna) نسل جا آهن ته ڪي پاڻ کي سارسوت (Sarsat) سمجهن. پشڪرڻا ۽ سارسوت برهمڻ ۾ هڪ ٿي مرتبي جا آهن. ملتان جي تعلقي شجاع آباد ۾ رڳو برهمڻ ۽ ڪاتيار پٽي رهن ٿا. هتي برهمڻ پٽين جا 7 پاڙا آهن. (1) چانڊي راس، (2) محل، (3) سرتڪ، (4) چانگ (5) پلسا، (6) چانڊريا ۽ (7) چنا. اهي سڀ پاڻ کي سار سوت برهمڻن جو اولاد سمجهن ٿا. ڪاتيار شجاع آباد ۾ سنا ڪاتب آهن.

هندوستان جي ڪيرالا، پٽيالا ۽ ڪپور ٿلا جي ميداني علائقن ۾ پٽين جو وڏو تعداد رهي ٿو. اهي اتي ڪيترين صدين کان رهندا اچن ٿا. سندن هتي به مکيه ٽي پاڙا آهن. (1) سوت (Sut) (جيڪي قصي گو آهن)، (2) مگهد (جيڪي تاريخي ڳالهيون ڪن)، (3) ونديجان (جيڪي راجائن جا صلاحڪار آهن ۽ شاعري به ڪن)، ونديجان پٽيالا ۾ گهڻا رهن ٿا. اتي اهي برهمڻ پٽي يا برما رشين سڏجن. اهي جڻيو پائين ۽ برهمڻڪيون رسمون ادا ڪن.

شاهپور وارا پٽي وري ٻن پاڙن ۾ ورهايل آهن. هڪڙا بنجابي (Banjabis)، ۽ ٻيا ڪرڪ. بنجابي پنج پاڙا آهن: (1) آبو پوترا، (2) ڏيرو، (3) چنديداس، (4) محل ۽ (5) راڊيل لفظي نموني ڪرڪن جا به چار پاڙا آهن (1) سگاڙ (Sigarr)، (2) تڏي پوٽا، (3) پات ۽ (4) جيين.

سر ڊينزل ابٽسن (Sir Denzil Ibetson) پنهنجي ڪتاب "A Glossary of the Tribes and Castes of Punjab and N.W.F Province" جي جلد ٻئي ۾ لکيو آهي ته: مسلمان پٽي ٿوري تعداد ۾ آهن ۽ اهي منظم به نه آهن. اورنگزيب عالمگير جي دور ۾ اهي ڪجهه ڦاٿيڪا ٿيا هئا. ڪين ان دور ۾ وزارتون به مليون. شاهپور ۾ مسلمان پٽين جا 5 پاڙا آهن، (1) جٿروال (2) پنج (3) سمت، (4) گٿردال ۽ (5) ڪهرال. ڪهرالن لاءِ چيو آهي ته اهي نج پٽي آهن. جو پنهنجي جاتي، کان سواءِ ٻاهران شادي ڪو نه ڪن.

هندستاني پٽين جا مختلف صوبن ۾ مختلف ڪم آهن. ڏکڻ اوڀر وارن هندوستاني علائقن ۾ هو مذهبي ڏڻن ۾ شموليت ڪو نه ڪن هي صرف شاديءَ ۾ گهور وٺن. وڏن ماڻهن جي قوتگيءَ ۾ مقرر پئسا وٺي مرثيي ۾ شامل ٿي اوسارا ڪن. هندوستان جي الهندي وارن علائقن ۾ هو باقاعدي رڳو اوسارا ڪن. "ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا" جي مصنف خير محمد برڙي موجب ته: پٽي اصل "ڀاٽيا" مان ورتل آهي. "وقائع راجستان" جي مولوي نجم الدين موجب پٽي اصل ۾ يادو چندر ونسي ٻڌ جو اولاد آهن. جيڪي

سنڌ جا سمات آهن. تحفة الڪرام موجب: راڻي رڪمڻيءَ جي پوٽي پردمن جي اولاد مان آهن. جيڪو اصل سيوهڻ جو جاگيردار ۽ مذهبي ... هو. محمد بن قاسم جڏهن سيوهڻ فتح ڪيو ته هي مسلمان ٿيا. ... سيوهڻ جي ٽٽين محلي ۾ چندر ونسين جو اولاد رهي ٿو جنهن کي ... پٽي محلا چون ٿا. سيوهڻ لڳ حاجي جان محمد پٽي، جو ڳوٺ آهي. ... ۾ هن ذات وارا گهڻا ماڻهو رهن ٿا. ڪرنل ٽاڊ "تاريخ راجستان" ۾ لکيو آهي ته: پٽي يادو قوم جي 36 ڪُلن مان هڪ ڪُل آهي. ڪتاب "پنجاب جون ذاتيون" موجب، پٽي چندر بنسي نسل مان جادو ونسي شاهي راجپوت خاندان جي ڪرشنا جي اولاد مان آهن. جن جيسل ۽ جيسلمير شهر اڏايو. رجپوتن پٽين کي جٽن جو اولاد سمجهي ٿو. مرزا قليچ بيگ جي لکت موجب پٽي لوڌ ۽ ميڻگهوڙا قوم جي هڪ ذات آهي. "مولائي شيدائي جنت السنڌ" ۾ ڪين چندر ونسي نسل جي يادو ڪُل مان ڄاڻائيندي سندن اٺ شاخون ٻڌايون آهن. (1) يادو، (2) ڀاٽي، (3) جاڙيجا، (4) سمتيجا، (5) مرديچا، (6) ٻدس (7) ٻادا ۽ (8) سوها. سندن اصل وطن "ماروسٿل" راجپوتانا ٻڌايو اٿس.

پٽي سنڌ ۾ به گهڻي تعداد ۾ رهن ٿا. سندن خاص پاڙا هي آهن: (1) ٻلاڪاڻي (2) ڪسبوهه، (3) ميڪڻ (4) سنجواڻي (5) ٻوبا، (6) ڪمالاڻي (7) متهاڻي، (8) شاهاڻي، (9) ڏامراه، (10) ڪرماڻي، (11) ميراڻي، (12) سومراڻي، (13) ڏگهه، (14) ڪچي، (15) راهوراڻي، (16) ورڪ، (17) گاجڻ، (18) ڪکيارو، (19) رنجهاڻي، (20) ڪهرا، (21) ڳوري، (22) لڪلاڻي، (23) رشيداڻي، (24) واڻين، (25) جياڳڻ، (26) لوهاڻي، (27) سهتاڻي، (28) راڻن، (29) ماهوتا ۽ (30) صندل.

راجستان ۾ هن ذات کي جات نسل مان سمجهيو وڃي ٿو ۽ سندن علائقو "پٽنير" ڪوٺجي ٿو. جنهن جو مکيه شهر "پٽنبا" آهي. سندن پيشو مال پالڻ ۽ زراعت هو. هن ذات کي راجپوت نسل ۾ شمار ڪيو ويندو آهي. سندن وڏي جو نالو "جيسل" هو. جنهن جي اڳواڻيءَ ۾ پٽين ملتان تي حملو ڪري لانگاهن ۽ جوئين کان ڪافي ريگستاني حصو کسي ورتو. هن ذات جي ماڻهن ڪافي عرصي تائين پشاور ۽ ڪشمير جي وادين تي به راڄ ڪيو. جتان 1339ع ۾ هڪاليا ويا. پٽي ذات جا ڪيترائي پاڙا آهن. جن مان مشهور پاڙا "وٽو، سڌو، ٻرار، ٽن، ميتلا ۽ ڪچي" وغيره آهن. اڳاٽي چوڻي آهي ته:

سنڌ سمي ڪاڇي جتو، ڀاٽي جيسلمير
چوٿين پيڙهي چغدو، جنهن جو پيڙهيءَ مٿي پير

هيءَ ڪافي وڏي ذات آهي. سنڌ ۾ پٽي گهٽ آباد آهن. پر پنجاب ۽ راجستان ۾ ڪثرت سان رهن ٿا. انگريز دور ۾ پنجاب کان لڏائي ڪين زمينون ڏئي سنڌ ۾ آباد ڪيو ويو هو. پٽي قبيلو سنڌ جي تمام اڳاٽن قبيلن ۾ شمار ڪيو ويندو آهي. سندن سنڌ جي سياسي تاريخ ۾ اهم حيثيت رهي آهي. اڳاٽي دؤر ۾ پٽي رازکي ڪم ۾ مشهور هئا. تنهن کان سواءِ پٽين جا ڪجهه خاندان منگڻن ۽ پاڻن سان سير ڪندا هئا. جڏهن هي قبيلي طور مختلف هنڌن تي ساٽيڪا ٿيا ته هتن سنڌ جي حڪمران طبقن جو ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪرايو. خاص ڪري سومرن جي دور ۾. جڏهن ٻهريون پيرو سومرن سردارن سنڌ جون واڳون سنڀاليون ته سومرن پاڻ سان مختلف ذاتين ۽ قبيلن کي اهم جاءِ ڏني. پوءِ اندروني معاملو هجي يا ٻاهريون. تڏهن پٽي قبيلو به فيصلن ۾ اهم جاءِ رکندو هو. دودي ۽ چنيسر جي ڀڳ واري معاملي ۾ راڄائي فيصلي ۾ پٽين جو به اهم ڪردار هو ۽ جڏهن علاءالدين سان جنگ ٿي ته پٽي، دودي جي فوج پاران جنگ ۾ وڙهيا. سومرن جي دؤر کان پوءِ پٽي پنهنجي فن ۾ ماهر جي حيثيت سان ابريا. سندن فنون لطيفه آڏو حڪمران

محتاج هوندا هئا. هن وقت به پٽي پاڪستان جي ڪيترن علائقن ۾ علم، ادب ۽ فن جي حوالي سان سڃاتا وڃن ٿا.

**پٽي**[2]: سنڌ ۾ پٽي ذات جي حوالي سان ڪيترائي ديهون موجود آهن. جهڙوڪ: سڄاول تعلقي ۾ ڪجهه ديهون.

ضلعي ٺٽي الهيار ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'جلال الدين چٽو'، 'خدا بخش پٽي'، 'ڳوٺ شمس الحق پانڌياڻي'، 'خدا بخش اتڙ'، 'عمر اتڙ'، 'بريو اتڙ'، 'خدا بخش چٽو'، چوڌري برڪت علي' ۽ 'محمد چٽو'.

شهدادڪوٽ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ 3 ڳوٺ آباد آهن.

تعلقي ميري خان ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ 'پٽي ڳوٺ'، 'علي محمد آهير'، 'محمود ٿٽيو'، 'غلام مصطفيٰ مغيري' ۽ 'غوث بخش مگسي' شامل آهن.

ضلعي شڪارپور جي تعلقي خانپور ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ 7 ڳوٺ آباد آهن.

تعلقي خانپور جي هڪ ديهه، جنهن ۾ اٺ ڳوٺ آهن: ڳوٺ عبدالرحمان ٻيهڙ، سالار پٽي، رحيم آباد، يوسف پٽي، روشن آباد، رتو سهنڊڙو، ٻڍاڻي سومرو ۽ رتو ٻيهڙ (اُتل واهه).

تعلقي ميري خان ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: پٽي علي محمد آهير، محبوب ٿٽيو، غلام محمد مغيري، غوث بخش مگسي ۽ محمد شريف مگسي.

تعلقي شهداد ڪوٽ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ بيگو پٽي، پميو پٽي ۽ وزير جلباڻي نالي ڳوٺ شامل آهن.

**پٽيار (راڳڻي)**: هي مارِوا ٺاٺ جي سمپورن راڳڻي آهي. هن ۾ مڌم جو سر تياس هوندو آهي. جيڪو چٽو ڏيکارڻو آهي. للت، ڪالنگڙا ۽ پرج جي ميلاپ مان هي راڳڻي جڙي آهي. انترنگ ۾ ڪٿي مانڊ جو انگ نظر ايندو. پر مانڊ ۾ رکب تيور آهي ۽ پٽيار ۾ رکب ڪومل آهي. جنهن ڪري هي راڳڻي راڄا پرتريءَ جي ٺاهيل آهي. هن راڳڻيءَ ۾ گنڌار پنجم ۽ ڏيوت مڌم جي خوبصورت سنگت رهي ٿي. ڪماچ ٺاٺ ۾ به هي ڳائي وڃي ٿي. آروهي ۾ نکاد دربل ۽ امروهيءَ ۾ وڪر آهي. هن جي خاص چال: سا- ڌي ڌي - پا ما- ما- پا گي- سا- ما - ما پا گي ڌي سا ڌي آهي. هن جي آروهي: سا را سا- گي مي ڌي سا ۽ امروهي سا ني ڌي پا- ما- گي مي گي- را سا آهي. وادي سُر: مڌم (زوردار) آهي. ڳائڻ جو وقت آڌي رات کان پوءِ آهي.

**پٽياڻي**: ضلعي سانگهڙ جي تعلقي کپري ۾ هڪ ديهه جو نالو. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: ٻلاول هگورجو، غلام محمد ارباب، دين محمد هاليپوٽو علي غلام پنهور، قبول مگريو، عبدالحڪيم هاليپوٽو، عبدالله سميجو، عرض محمد الهه بچايو مگريو، محمد يعقوب اتڙ ۽ فقير محمد صادق.

**پٽياڻي**[2]: پٽياڻي، ننگرپارڪر تعلقي جي مشهور نشان آهي. جيڪا ڪارونجهر جبل کان وهي ٻڙچاهور (هاٺوڪي پيٺاڻ) واري ڏنڍ ۾ جوڙ



پٽياڻي ڏنڍ جي ٺهڻ کان اڳ جو هڪ منظر

ڪري ٿي. شيخ اياز جو مشهور نظم "پرچ گرج پٽياڻي" به هن نشن متعلق آهي. ڪجهه سال پهرين هڪ سماجي تنظيم پاران هن نشن تي هڪ ڏنڍ اڏيو ويو جنهن جو نالو به "پٽياڻي ڏنڍ" آهي. پر هن ڏنڍ کي 'سليمان ڏنڍ' به چيو وڃي ٿو اهو ڏنڍ 2006ع جي ساوڻيءَ جي تيز برساتن ۾ ٽٽو هو ۽ ٻوڏ اچڻ ڪري ۾ پاسي وارا ڪيترائي ڳوٺ ٻڏي، هيٺ اچي ويا هئا. اڃان تائين ان ڏنڍ جي مرمت نه ٿي سگهي آهي.

**پٽي، اورنگزيب**: اديب ۽ شاعر اورنگزيب پٽي 5 آڪٽوبر 1963ع تي تعلقي ٽنڊي غلام حيدر، ضلعي ٽنڊي محمد خان ۾ ڄائو. تعليم انٽرميڊيئيٽ اٿس. ڪجهه وقت پنگريو شگر ملز ۾ پي. آر. او رهيو آهي. سلو شاعر ۽ ڪمپيئر آهي. سندس ڪتابن ۾ "آزنگ منجهه عشاق" (شاعري: 1993ع)، "نواز شريف ۽ سنڌ" (1996ع)، "هڪڙو پيارو ماڻهو" (محمد صادق مگسيءَ جي شخصيت: 1998ع)، "ڌرتيءَ جون ڌاتهون" (شاعري: 2004ع)، "رہ ميدان و زندان سي دار پر" (اردو شاعري، جلد اول: 2009ع) ڇپيل آهن. هي هن وقت ٽنڊي محمد خان ۾ رهي ٿو.

**پٽيءَ جو ڪوٽ**: هي قديم ماڳ، جيڪو ديهه نيلوفري، بلاڪ 105، تعلقي ۽ ضلعي ٽنڊي الهيار ۾ واقع آهي. هي ماڳ هن وقت ڇهن ايڪڙن جي ايراضيءَ تي پکڙيل آهي. ڌاڙو زمين جي سطح کان 8-10 فوٽ اوچو آهي. ڪوٽائيءَ مان پڪيون سرون چورس شڪل جون مليون آهن. ڪوٽ جي پيڙهه سايا پنج فوٽ ويڪري آهي. قلعو بظاهر چوڪور آهي. جنهن جي هر پاسي جي ڊيگهه سايا چار سو فوٽن جيتري آهي. قلعي جو مکيه لنگهه اولهه پاسي کان آهي. ٻاهران اتر پاسي رهائشي مقصد جي جاين جا پکسرا نشان آهن هن دڙي جي مٿان مليل وارين وٿن مان ٺڪرائون جنديون، سارين جا تهه، ٺڪر جا برتن، رانديڪا، ڪتين جي رنگارت جا ٽڪر به مليا ٿا. هن جي ڪوٽائيءَ مان وڌيڪ ڄاڻ حاصل ٿي سگهي ٿي. ڌڙي جو ڳچ حصو ڪلير هيٺ اچي ويو آهي. هن دڙي کان چند قدم ڏکڻ پاسي سروي نمبر 283 ۾ 'مقام صادق' نالي ڪهنو قبرستان به آهي.

**پٽي، دوست محمد**: سنڌ جو ناميارو اديب دوست محمد ولد ميان نور محمد پٽي 6 اپريل 1934ع ۾ ڪوٽڙيءَ ۾ ڄائو. هن ابتدائي تعليم ڪوٽڙيءَ جي سنڌي اسڪول نانڪو لائين مان، مئٽرڪ 1953ع ۾ شير دل خان هاءِ اسڪول ڪوٽڙيءَ مان ۽ انٽرپرائيويٽ 1973ع ۾ پاس ڪئي. هن پهريان سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ نوڪري ڪئي. ان کان پوءِ هو سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ ۾ لائبريرين مقرر ٿيو. سندس ڇپيل ڪتابن ۾: (1) سنڌ بابت عام معلومات (ٽي حصا)، (2) اسلامي معلومات،(3) دنيا اسلام (معلومات)، (4) تحريڪ پاڪستان ۽ ترجمو ڪيل ڪتابن ۾ "غلامن جو پيڙهو" ۽ "پيپرس کان پيپر بورڊ تائين" شامل آهن.

**پٽي، رشيد**: ناميارو ترقي پسند اديب، محقق، نقاد ۽ شاعر رشيد پٽي، حافظ عبدالحميد پٽيءَ جو فرزند، 20 آگسٽ 1933ع تي ڳوٺ اروڙ، تعلقي روهڙي، ضلعي سکر ۾ ڄائو. هن شروعاتي تعليم سکر مان ورتي، 1959ع ڌاري لا ڪاليج سکر مان ايل ايل بي ڪري وڪالت شروع ڪيائين. هن سنڌ يونيورسٽيءَ مان 1984ع ڌاري سنڌي ادب ۾ ايم. اي ڪئي ۽ پهرين نمبر ڪئي گولڊ ميڊل حاصل ڪيائين. سندس والد حافظ عبدالحميد پٽي پڻ مشهور صحافي ۽ اديب هو. سندس اثر هيٺ رشيد پٽيءَ ننڍپڻ کان ئي لکڻ شروع ڪيو. هُو "المنار" اخبار ۽ "پرهه ڦٽي" "مشڪرين جو ايڊيٽر، "ٿڻين سنڌ"، ڪراچي ۽ "الوحيد" ڪراچيءَ جو سب ايڊيٽر ۽ نيوز ايڊيٽر



رهيو. هن جي پهرين ڪهاڻي "چوري" 1951ع ڌاري هفتيوار "روشني" سکر ۾ ڇپي. هو شروع کان ئي روشن خيال سوچ جو مالڪ رهيو. 1954ع ۾ ون يونٽ خلاف تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتائين، جنهن ڏوهه ۾ ڪجهه عرصو جيل ۾ به رهيو. خوش مزاجيءَ ۽ ڪري ڳالهائڻ سبب دوستن ۾ سندس الڳ سڃاڻپ رهي.

رشيد ڀٽي سنڌي ادبي سنگت جي بهتر منظم دور جي باني ميمبرن مان هو. سنگت- سنڌ جو تنوير عباسيءَ کان پوءِ 11 سالن تائين سيڪريٽري جنرل به رهيو. شمشير الحيدري، تنوير عباسي ۽ رشيد ڀٽيءَ جي دور ۾ ادبي سنگت تاريخي ڪردار ادا ڪيو. رشيد ڀٽي جن دوستن ۽ سينيئرن جي صحبت ۾ رهيو، تن ۾ محمد ابراهيم جويو، شيخ اياز، شيخ عبدالرزاق راز، ڪامريڊ حيدربخش جتوئي، مولائي شيدائي، ڪامريڊ سوڀو گيانچنداڻي، نورالدين سرڪي، آفاق صديقي، غلام رباني آگرو، ڪامريڊ حيدربخش جتوئي ۽ ٻيا شامل هئا.

رشيد ڀٽي سياسي حوالي سان عوامي ليگ سنڌ جو به سرگرم ڪارڪن رهيو. 1971ع ۾ عوامي ليگ جي حمايت جي الزام ۾ 9 مهينا جيل به ڪاٽيائين. هن نيشنل عوامي پارٽيءَ ۾ به شموليت اختيار ڪئي ۽ خان عبدالغفار خان، ولي خان، عطاالله مينگل، خير بخش مري، حفيظ قريشيءَ ۽ ٻين سان گڏجي عوام جي حقن لاءِ جدوجهد ڪئي. سنڌ هاري ڪميٽيءَ ۾ حيدربخش جتوئيءَ سان گڏ ڪم ڪيائين. نامور اديب ۽ سياستدان رسول بخش پليجي سان ويجهڙائپ هئڻ ڪري عوامي تحريڪ ۾ به حصو ورتائين. هن 1987ع ۾ سنڌ انٽيليڪچوئل فورم جو بنياد وڌو. هن فورم ٺاهڻ جو مقصد سنڌ جي نوجوانن کي انقلابي ۽ سائنسي علم جي ڄاڻ ڏيڻ هو.

1972ع ۾ 'سنڌي ٻولي، قومي ٻولي' تحريڪ شروع ٿي ته رشيد ڀٽي ان تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتو. ايم. آر. ڊي جي تحريڪ ۾ به سندس وڏو ڪردار آهي. هو پاڪستان رائٽرز گلڊ، سنڌ جو سيڪريٽري به رهيو. هن ڪجهه وقت سکر لا ڪاليج ۾ اعزازي پروفيسر طور به خدمتون سرانجام ڏنيون. هو سکر جو ناميارو وڪيل هو. 1971ع ۾ سکر بار جو جوائنٽ سيڪريٽري به رهيو.

سندس ڇپيل ڪتابن ۾: (1) 'گهڙي گهڙي هڪ گهاءُ'، پاڪستان رائيٽرز گلڊ، سکر (ڪهاڻيون: 1963ع)، (2) 'دنيا جا عظيم افسانا'، سنڌي ادبي بورڊ (ترجمو: 1966ع)، (3) 'آڏي ڀال مَ ڀار'، رائٽرز گلڊ، سنڌ سب ريجن، سکر (چونڊ قومي ۽ رزميه شاعري، ترتيب: 1966ع)، (4) 'عاشق زهر پياڪ'، مهراڻ پبلشرز سکر، المنار پريس سکر (پنج اڪيلي ناٽڪ: 1968ع)، (5) 'رياست ۽ آزادي'، سنڌي ادبي بورڊ (ترجمو: 1968ع)، (6) 'پاڪستان جا پراڻا شهر'، سنڌي ادبي بورڊ (تاريخ: 1981ع)، (7) 'آدرشي' (طنز ۽ مزاح)، ڪهاڻي پبليڪيشن بمبئي، (8) 'ديس سندا، دل وارا جاڳيا' (ڪهاڻيون)، سنڌي اڪيڊمي حيدرآباد، (9) 'اونداهيون لهوارئون' (تقريرون)، سنڌي اڪيڊمي حيدرآباد، (10) 'سياري جي رات' (طنز ۽ مزاحيه ڪهاڻيون)، شهباز پبليڪيشن حيدرآباد، (11) 'سياسي مسئلن جو حل' (سياسي مضمون)، ملير ڪتاب گهر ڪراچي، (12) 'سچ جو فلسفو' (ترجمو) عظمت ادبي اڪيڊمي، حيدرآباد، (13) 'ڪميونسٽ پڌرنامو' (ترجمو)، عوامي ڪتاب گهر، حيدرآباد، (14) 'چترليکا' (ترجمو: هندي ناول)، زندگي پبليڪيشن حيدرآباد، (15) 'زمين جي وسندي' (ترجمو: ويتنامي ناول) عظمت ادبي اڪيڊمي، حيدرآباد، (16) 'سنڌ جا پراڻا شهر' (مولائي شيدائي جا تاريخي مضمون، ترتيب) سچل نيشنل سيمينار ڪميٽي، خيرپور، (18) 'پلاري پونڊ' (پرل ايس بڪ جي ناول جو ترجمو: ڪلال سان گڏ)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، (19) 'پاپ ۽ پيڙا' (ناول)، (20) 'باغي' (نذرالاسلام: ترجمو)، (21) 'جيءَ جيارين جن' (وڇڙيل ساٿين لاءِ شرڌانجليون: 1990ع)، (22) 'Birth of a Great Poet (Kalhora Period 1700-1784)'، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو 2002ع، (23) 'جهوڪ جهرڪيون' (تاريخ)، عظمت ادبي اڪيڊمي، حيدرآباد، (24) 'بين الاقوامي انقلاب جو راهِ عمل'، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، (25) 'تضادن بابت' (تضادن جو فلسفو)، عظمت اڪيڊمي حيدرآباد، (26) 'تصوف اور ڪلاسيڪي سنڌي شاعري' (اردو ۾: سنڌي ادبي سنگت: 2010).

ان کان سواءِ رشيد ڀٽيءَ شيخ اياز جي ڪتاب "خط، انٽرويو ۽ تقريرون" جي پهرئين ڀاڱي ۾ 118 صفحن جو شاهڪار مهاڳ لکي، ان ۾ دنيا ۽ سنڌي ادب جي روشن خيال ۽ ترقي پسند ڪردار ۽ ان ۾ شيخ اياز ۽ ساٿين جي جدوجهد تي روشني وڌي آهي. اهڙيءَ طرح هن شيخ اياز جي سنگيت ناٽڪ "ڀڳت سنگهه کي ڦاسي" تي 31 صفحن جو تفصيلي مهاڳ لکي ڀڳت سنگهه ۽ ساٿين جي جدوجهد کي خراج تحسين پيش ڪيو آهي. سندس هي ٻئي مواد سنڌي ادب ۾ تاريخي حيثيت رکن ٿا. ان کان سواءِ رشيد ڀٽي، محمد ابراهيم جويي ۽ رسول بخش پليجي کان پوءِ ٽيون اهم اديب آهي، جنهن شيخ اياز جي شاعريءَ جو اڀياس لکي سندس شاعراڻي عظمت کي ڀٽائيءَ کان پوءِ ويهين صديءَ ۾ سڀ کان وڌيڪ اهميت ڏني آهي. هن پنهنجي دوست لعل جوڻيجي جون لکيل يادگيريون "انگلينڊ جا اداس سال" پڻ ترتيب ڏئي ڇپايو هو.

ان سميت رشيد ڀٽيءَ جو پيو به ڪوڙ سارو قلمي پورهيو آهي. سنڌي، اردو ۽ انگريزي ٻوليءَ ۾ ادب، ثقافت، تاريخ، سياست ۽ قديمي آثارن جي موضوع تي هن مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ سوين مضمون لکيا. هن بابت ناليواري شاعر ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ جو چوڻ هو ته "ڪامريڊ حيدربخش جتوئي ۽ ڪامريڊ سوڀي گيانچنداڻيءَ کان پوءِ رشيد ڀٽي ٽئين ٻاڻ بتڙيو آهي".

ناليواري اديب ۽ سندس ويجهي دوست غلام رباني آگري "جهڙا گل گلاب جا" (حصو پهريون) ۾ رشيد ڀٽيءَ لاءِ لکيو آهي ته "ڀٽي ٻين لاءِ سنڌ جو نامور اديب هو، ڪهاڻيڪار هو، مزاحيه نگار هو، سنڌ جو محب وطن هو، مظلومن جو حمايتي هو، پر مون سان سندس هڪ ٿي نسبت هئي، ڀٽي منهنجو يار هو".

ناليواري ڪهاڻيڪاره ماهتاب محبوب جو چوڻ آهي ته "عام زندگيءَ جيان سياسي زندگيءَ ۾ پيش ايندڙ ناساز حالتن سان هن ڪڏهن به ڪمپرومائيز نه ڪيو پر لکڻين ۾ به اوليت پنهنجي نظرين کي ڏنائين جنهن ۾ ڦير ڦار آڻڻ لاءِ ڪنهن به قيمت تي تيار نه هو". ڊاڪٽر خليل انصاريءَ لکيو آهي ته "رشيد ڀٽي قومي ۽ انقلابي ادب جي مهندارن جي اڳواڻ دستي جو جرنيل هو". عظيم شاعر شيخ اياز تي رشيد ڀٽيءَ جي وفات وڏو ذهني صدمو رسايو جو هو سندس جگري دوست هو. هن رشيد جي ياد ۾ ڪيترا بيت لکي کيس خراج پيش ڪيو آهي.

سنڌ جو هي اردو اديب، صحافي ۽ سياستدان 16 فيبروري 1988ع تي وفات ڪري ويو. کيس ڇهن پٽن ۽ ٻين نياڻين جو اولاد آهي.

**ڀٽي، زيب:** سنڌ جي ناليواري اديب ۽ استاد 'زيب ڀٽيءَ' جو پورو نالو قادر بخش ڀٽي آهي. هي 10 مارچ 1932ع تي ٺٽڙي محمد خان ۾ ڄائو. تعليم ايم. اي (سنڌي) ۽ بي. ايڊ. بي. ٽي اڪس پيشي جي لحاظ کان سنڌيءَ جو رٽائرڊ پروفيسر آهي. هي هڪ سٺو شاعر ۽ نثر نويس آهي. سندس

ڪيترائي ڪتاب ترتيب ڏئي ڇپيل آهن. جن ۾ "سر ڏهر" (1974ع) ۽ "سنڌي سگهڙ" پيا شامل آهن هي هن وقت ٽنڊو محمد خان ۾ رهي ٿو.

**ڀٽي، سليم اختر:** سليم اختر ولد محمد الياس ڀٽي، پهرين فيبروري 1962ع تي جيڪب آباد ۾ ڄائو. جيڪب آباد جي علمي ادارن مان تعليم حاصل ڪندي سن 1976ع ۾ بي اي ۽ 1989ع ۾ ايل ايل بي ڪيائين. هي جتڙي جو واپاري آهي. هڪ صحافي ۽ سماجي ورڪر جي حيثيت سان هن 1986ع کان ڪم شروع ڪيو. هي هفت روزه "غريب نواز" جيڪب آباد ۽ روزانه "ستاره سنڌ" جيڪب آباد جو ترتيبوار 1995ع ۽ 1998ع ۾ ايڊيٽر رهي چڪو آهي. هي ليدر مرچنٽ ايسوسيئيشن جيڪب آباد جو جنرل سيڪريٽري ۽ ميمبر چيمبر آف ڪامرس به رهي چڪو آهي. هڪ سيلاني شخص پڻ آهي. ان ڪري 1986ع ۾ ٿائيلينڊ، 1994ع ۾ تاشقند ۽ روس، 1996ع ۾ ايران، 1977ع ۾ انڊيا ۽ 1998ع ۾ سينگاپور جو مطالعاتي دورو ڪري چڪو آهي.

**ڀٽي، عبدالستار:** ليکڪ ۽ سماجي ڪارڪن عبدالستار ڀٽي، جو پورو نالو عبالستار ولد قمرالدين آهي. هن لاڙڪاڻي ۾ 2 جنوري 1952ع تي جنم ورتو. پرائمري کان گريجوئيشن تائين تعليم لاڙڪاڻي مان حاصل ڪيائين



1992ع ۾ سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري مان ايم. اي (پوليٽيڪل سائنس) جي ڊگري ورتائين. ڪيس ننڍپڻ کان وٺي لکڻ پڙهڻ، اداڪاري ڪرڻ، تقرير ڪرڻ، ديٽن ۾ حصي وٺڻ ۽ سماجي ڪمن ۾ حصي وٺڻ سان دلچسپي رهي آهي. لاڙڪاڻي اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن جو ضلعي صدر، سنڌ آزاد ماروئڙا اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو ضلعي صدر ۽ سنڌ پيپلز اسٽوڊنٽس فيڊريشن ضلعي لاڙڪاڻي جو پهريون صدر رهي چڪو آهي. 1975ع کان ڪراچي پورٽ قاسم اٿارٽي، ۾ ملازمت شروع ڪيائين. جتي اسسٽنٽ آفيسر پلاننگ ۽ ڊيولپمينٽ رهيو ۽ هن وقت ساڳئي اداري ۾ ڊائريڪٽر اسٽورس طور ڪم ڪري رهيو آهي. "لاڙڪاڻو ريسرچ اڪيڊمي"، جو صدر رهي چڪو آهي. سنڌي ادبي سنگت ڪراچي جو هڪ ڀيرو سيڪريٽري ۽ ٻه ڀيرا ضلعي رابطا سيڪريٽري رهي چڪو آهي. سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن ڪراچي شاخ جو ٽي سال صدر، ڪاروباري ڪميٽي، جو ميمبر ۽ ڪجهه وقت ڪلچرل ڪميٽي، جو ميمبر رهيو آهي. سندس هيٺيان لکيل ۽ ترتيب ڏنل ڪتاب ڇپيل آهن: (1) "لاڙڪاڻو ليڊرن جي ڌرتي" (1998ع)، (2) "لاڙڪاڻو امر شخصيتون" (2000ع)، (3) "Pir Hussain-ud-din Rashdi" آهن.

**ڀٽي، عبدالستار جو ڪتب خانو:** شهدادڪوٽ شهر جي مشهور ۽ معروف استاد ۽ ميونسپل نيشنلائيز هاءِ اسڪول جي رٽائرڊ هيڊماسٽر عبدالستار ڀٽي، جي نالي سان هي ڪتبخانو قائم آهي. عبدالستار ڀٽي چاليهه سال تعليمي ميدان ۾ ڏنا. جنهن ۾ زندگيءَ جا 27 سال هيڊماسٽر رهيو. ڀٽي صاحب پنهنجي ڪتب خاني جو آغاز 1943ع ۾ ڪيو. ان وقت سندس عمر سورهن سال مس هئي. سندس ڪتب خاني ۾ هزارين ڪتاب موجود آهن. جيڪي سنڌي، اردو، عربي، فارسي ۽ انگريزيءَ ۾ آهن. اهي ڪتاب اسلاميات، تاريخ، سوانح حيات، ادب، لغات، شعر، ناول، افسانا، سفرنامي، لوڪ ادب، نفسيات، عمرانيات، معاشيات ۽ سياسيات وغيره بابت آهن ان کان سواءِ سندس ڪتب خاني ۾ ڪافي پراڻن علمي رسالن جو ذخيرو پڻ موجود آهي.

**ڀٽي، عزيز، ميجر شهيد:** 1965ع واري پاڪ-ڀارت جنگ جو سرخرو شهيد. عزيز ولد عبدالله ڀٽي، 1928ع ڌاري هانگ ڪانگ (چين) ۾ پيدا ٿيو. ورهاڱي کان اڳ سندس وڏا پنجاب جي گجرات ضلعي ۾ لڏي آيا. هن



مئٽرڪ تائين تعليم هانگ ڪانگ ۾ حاصل ڪئي. عزيز ڀٽي، ڪيترين ئي زبانن تي عبور رکندو هو. جنهن ۾ مادري زبان کان سواءِ اردو، انگريزي، چيني ۽ جرمن زبانون شامل هيون. 1950ع ۾ آرمي، ۾ ڪميشن ڪيائين ۽ پاسنگ آئوٽ دوران نارمن گولڊ ميڊل ۽ سورڊ آف آنرز جهڙا اعزاز حاصل ڪيائين. پاڪ فوج پاران انگلينڊ ۽ جرمني، ۾ ڪيترائي ڪورس ڪيائين. سيپٽمبر 1965ع جي پاڪ- ڀارت جنگ دوران ميجر طور لاهور جي برڪي محاذ تي مقرر هو. 6 سيپٽمبر 1965ع تي جڏهن ڀارتي فوج حملو ڪيو ته ميجر عزيز برڪي سيڪٽر جي اڳين مورچن ۾ بهادري، سان مخالف فوج جو مقابلو ڪندو رهيو ۽ 12 سيپٽمبر تي بي آر بي واهه جي ڪناري وطن لاءِ وڙهندي جان ڏنائين. ڪيس شهادت کان پوءِ "نشان حيدر" جو اعلىٰ فوجي اعزاز ڏنو ويو.

**ڀٽي، عنايت حسين:** فنڪار عنايت حسين ڀٽي 1926ع ڌاري گجرات ۾ پيدا ٿيو. سندس خاندان 1941ع ۾ لاهور منتقل ٿي ويو هو. عنايت حسين ڀٽي، جي فنڪاراڻي زندگي، جي شروعات انهن ڏينهن ۾ ٿي. جڏهن



گوالمنڊي، ۾ رهائش پذير هو. جتي ڪيس هڪ پاڙيسري، ان دور جي سينيما فوٽوگرافر جي پاءَ حميد، ماضي، جي مقبول اداڪار ۽ فلم ساز "نذير" سان ملايو. نذير عنايت حسين ڀٽي، کي پنهنجي پنجابي فلم "ڦيري" لاءِ هڪ گاني ڳائڻ جي پيشڪش ڪئي. هن جو اهو پهريون فلمي گانو "اکيان لانوين تا تي فير پڇتاوين نا" هو هن گاني جي ڌن بابا چشتي، 1948ع ۾ ٺاهي هئي. هن "هير ۽ سيف الملوڪ" گاني وڏي شهرت حاصل ڪئي. 1955ع ۾ اداڪار طور پهرين فلم 'جلن' ۾ ڪم ڪيائين. جنهن جو هدايت ڪار اي حميد هو. عنايت حسين ڀٽي، جي هيرو طور پهرين فلم "هير" هئي. جنهن ۾ هن جي هيروئن اداڪاره سورن لتا هئي. عنايت ڀٽي، جي عروج جو زمانو اهو هو جڏهن هن "چن مکنا"، "سجن پيارا" ۽ "جند جان" نالي سان ٺهندڙ فلمن ۾ ڪم ڪيو اهي ٽئي فلمون هڪٻئي پويان ڪامياب ويون ۽ هي شهرت جي بلندي، تي رهي پهتو. عروج جي زماني ۾ ئي پنهنجي مرحوم والده جي نالي سان گلاب ديوي ۽ گنگارام اسپتال ۾ ٻه وارڊ ٺهرايائين. تمام شريف طبع انسان هو پنهنجي پوري فلمي دور ۾ ڪنهن به اسڪينڊل جو نشانو نه بڻيو. فلمي دنيا ۾ اچڻ کان اڳ هي اسٽيج جو فنڪار هو ۽ جنتر وڄائيندو هو. ڪيس مذهب سان به گهڻو

چاهه هوندو هو ۽ ذاڪٽر هو. ٽيليوزن تي اسٽيج شو "ڀٽي دا ڀهلا ويرا" ۽ "اجلا" شو جي ڪمپيئرنگ ڀ ڪيائين. هي ايم. اي اسلاميات هو ۽ اڪثر اخبارن ۾ مضمون ڀ لکندو هو. 31 مئي 1999ع ۾ گذاري ويو.



**ڀٽي، قمر:** قمر ڀٽيءَ جو پورو نالو قمرالدين ڀٽي ولد حاجي محمد سليمان ڀٽي آهي. 21 جنوري 1958ع تي ڳوٺ فيض محمد ڪوڪر لڳ باڍهه شهر، تعلقي ڏوڪري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ڄائو. پرائمري تعليم ڳوٺ باڍهه مان 1969ع ۾، جڏهن ته مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول باڍهه مان 1973ع ۾، انٽر ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻي مان 1975ع ۾، بي. اي سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري مان 1982ع ۾ ايم. اي (اڪنامڪس) سنڌ يونيورسٽيءَ مان 1987ع ۽ ايل ايل بي لا ڪاليج لاڙڪاڻي مان 1993ع ۾ پاس ڪيائين.

قمر ڀٽي اديب، شاعر ۽ سياستدان آهي. "جيئي سنڌ قومپرست پارٽيءَ" جو اڳواڻ آهي ۽ هن وقت وڪالت ڪري رهيو آهي.

قمر ڀٽيءَ جي ڇپيل ڪتابن ۾ (1) گيت منهنجا گوليون (1984ع)، (2) هند ۾ جلاوطن سنڌي (1987ع)، (3) ڦٽڪن لڳن وارو ڏينهن (1981ع)، (4) محڪوم ملزم، حاڪم جج 1982ع، (5) ايم. آر. ڊي تحريڪ (1983ع)، (6) سڀاش چندر بوس (1984ع)، (7) مهاجرن جو مستقبل (1983ع)، (8) دارالاصلاح (جيل ڊائري: 1980ع)، (9) سنڌ ڪيئن آزاد ٿيندي (1991ع)، (10) سائين جي ايم سيد جي سياسي ۽ ذاتي زندگي (1991ع)، (11) سياست ۽ سازشون ان کانسواءِ سياست ۽ ادب تي سندس ڪيترا ڪالم اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپيل آهن. قمر ڀٽي "عوامي سوچ" جو ايڊيٽر ڀ رهيو آهي.

قمر ڀٽي شاگرديءَ جي زماني کان سائين جي. ايم. سيد جي نظريي، سوچ يا شخصيت کان متاثر رهيو. شاگرد تنظيم جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو سال 1984ع ۾ مرڪزي صدر رهيو ۽ 1990ع کان "جيئي سنڌ قومپرست پارٽي" جو چيئرمين آهي. هن شاگرديءَ ۽ سياست دوران 13 سال قيد ڀوڳيو، 30 ڦٽڪا کاڌا ۽ 3 سالن لاءِ ريسٽيڪيٽ ڀڻ ٿيو.

قمر ڀٽي صاحب ڪيترن ملڪن جا دورا ڀڻ ڪيا آهن. جن ۾ هندستان، هانگ ڪانگ، افغانستان ۽ انگلينڊ شامل آهن.



**ڀٽي، محمد علي:** فائن آرٽ جي دنيا ۾ سنڌ جو ناميارو مصور، پروفيسر ڊاڪٽر محمد علي ڀٽي ولد محمد رحيم ڀٽي، 28 سيپٽمبر 1951ع تي حيدرآباد ۾ ڄائو. شروعاتي تعليم ڀ حيدرآباد مان ئي ورتائين. هن 1974ع ۾ بي. اي (فائن آرٽس) جي ڊگري سنڌ يونيورسٽيءَ مان ورتي. پوءِ 1978ع ڌاري پنجاب يونيورسٽيءَ مان فائن آرٽس ۾ ايم. اي ڪيائين. 1991ع ۾ آمريڪا جي ايڊنبرو يونيورسٽيءَ مان ايم ايف اي ڪيائين ۽ پي ايڇ ڊي جي ڊگري، 1998ع ڌاري آمريڪا جي اوهيو يونيورسٽيءَ مان حاصل ڪيائين. فائن آرٽ سان لڳاءُ کيس ننڍپڻ کان ئي رهيو آهي ۽ هن وقت سندس ڪيترائي شاگرد ڪافي اڳ ترائي فن جي سکيا وٺي چڪا آهن ۽ اهو سلسلو جاري آهي. پروفيسر محمد علي ڀٽي، 1996ع کان 1999ع تائين سنڌ يونيورسٽيءَ جي فائن آرٽس شعبي جو چيئرمين رهيو ۽ هن وقت اهو شعبو "انسٽيٽيوٽ آف آرٽس اينڊ ڊزائن" جو درجو اختيار ڪري چڪو آهي. جنهن جو ڊائريڪٽر پروفيسر محمد علي ڀٽي آهي. هن 90 جي ڏهاڪي ۾ ڪيترائي سال ڪانٽريڪٽ تي 'اوهيو يونيورسٽي' (آمريڪا) ۾ اسسٽنٽ پروفيسر طور ذميواريون سرانجام ڏنيون. ويجهي ماضيءَ ۾ هن يونيورسٽي سينس ملائيشيا جي آرٽس اسڪول ۾ پروفيسر طور 2003ع کان 2006ع تائين ذميواريون نڀايون.

پروفيسر محمد علي ڀٽيءَ جي مصوري هڪ منفرد سڃاڻپ رکي ٿي. سندس ٺاهيل فن پارن جون نمائشون 1973ع کان اڄ تائين ڏيهه توڙي پرڏيهه ۾ ٿينديون رهيون آهن. پاڪستان کان سواءِ نيپال، ٿائلينڊ، آمريڪا، ملائيشيا، دبئي، ڀارت ۽ ٻين هنڌن تي سندس ٺاهيل فن پارا نمائش لاءِ پيش ٿي چڪا آهن. پهلا 'سنڌ آرٽسٽ گلڊ، پاڪستان' جو 1981ع کان 1988ع تائين صدر رهيو. 90 جي ڏهاڪي ۾ آمريڪا جي "ڪاليج آرٽسٽس سوسائٽي"، 'پورٽريٽ سينٽرس سوسائٽي' ۽ 'واٽر ڪلر پينٽرز ايسوسيئيشن' جو ميمبر هئڻ سان گڏ، 'سارڪ پينٽرز ايسوسيئيشن انڊيا' جو ڀ ميمبر رهي چڪو آهي.

پروفيسر محمد علي ڀٽي، فائن آرٽ ۽ ڪجهه آرٽسٽن بابت فني ۽ تحقيقي مقالا ڀڻ لکيا آهن. جيڪي ڏيهي توڙي پرڏيهي رسالن ۽ تحقيقي جرنلن ۾ شايع ٿي چڪا آهن.

محمد علي ڀٽيءَ جو ٺاهيل شاهه لطيف جو خيالي پورٽريٽ گهڻو مشهور ٿيو. هن جن مشهور شخصيتن جا پورٽريٽ ٺاهيا، تن ۾ محمد علي جناح، ذوالفقار علي ڀٽو، محترمه بينظير ڀٽو، ملائيشيا جي وزيراعظم مهاتير محمد، ملائيشيا جي راڻي، پاڪستان جو اڳوڻو صدر پرويز مشرف، پير صاحب پاڳارو، ناميارو دانشور محمد ابراهيم جويو ۽ ٻيا ڪيترائي شامل آهن ۽ انهن شخصيتن جا ٺاهيل پورٽريٽ پسند ڪيا ويا. هن قديم حيدرآباد جون ڀ ڪيتريون ئي پينٽنگس ٺاهيون آهن.

پروفيسر محمد علي ڀٽي، سنڌ جي نامور مصورن، گل محمد کتري، ظفر ڪاظمي، اڪبر سومري ۽ فتاح هاليپوٽي جهڙن چترڪارن واري مالها جو موتي آهي. هن وقت هي سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي ۽ حيدرآباد ۾ رهائش پذير آهي.

**ڀٽي، مخدوم ابراهيم:** صوفي مخدوم محمد ابراهيم تخلص 'خليل' مخدوم احمد ڀٽ "واڻيءَ واري" جي اولاد مان هڪ نامور بزرگ ٿي گذريو آهي. سنڌي فارسي زبان جو عمدو شاعر ۽ پوئين وقت جي شاعرن مان هڪ نامور شاعر ٿي گذريو آهي. علم، فضل ۽ تصوف ۾ ماهر ۽ وقت جو معتبر اعليٰ بزرگ هو. نظم کان سواءِ سنڌي نثرنويسيءَ ۾ ڀ يڪتا هو. اردوءَ ۾ هڪ ناول "نشتر" نالي لکيائين جنهن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيائين. ان وقت جي سنڌي ڏاڍن کيس داد ڏنو.

مرحوم سيد اسدالله تڪڙائي، قاضي هدايت الله متعلوي، رئيس شمس الدين بلبل ۽ ٻين وقت جي فاضلن، شاعرن سان طرحي مصرعن تي سندس شعرباري رسالن ۽ اخبارن ۾ شايع ٿيندي هئي. هن بزرگ 4 ربيع الاول 1331هه/ مطابق 1912ع ڌاري وفات ڪئي.

**ڀٽي، مخدوم احمد:** مخدوم احمد ولد مخدوم اسحاق هالن جو هڪ درويش هو. کيس سماع جو بيحد شوق هو. روايت آهي ته پنهنجي زندگيءَ جي آخري ڏينهن ۾ هو نيرون ڪوٽ (حيدرآباد) آيو ۽ سماع جي محفل ۾ ذاڪر کان هڪ بيت ٻڌڻ شرط سندس دم پرواز ڪري ويو. هي بيت ۽ احوال "حديقة الاولياء" ۽ "تحفة الڪرام" ۾ آيو آهي. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ

جي تحقيق موجب اهو بيت مخدوم عبدالعليم پنهنجي ڪتاب ڪشف الاسرار ۾ ڏنو آهي جيڪو هن ريت آهي:

سڌ سڄائي پرين ء جو، وانگي جي نه ورن،
ڪوڙي دعويٰ دوست جي ڪچاڙي ڪي ڪن!

عام روايتن ۾ لفظ 'سڄائي' بدران 'سٺي' آيل آهي. ڪتاب ۾ اهو به آيو آهي ته مخدوم احمد پٽيءَ جي وفات بعد ذاڪر هي بيت چيو:

سر ڏيئي ست جوڙ، ڪنهن ۾ ڪلالن سين،
مرڻان منهن مَ موڙ، وٺي ٿي وڏ لهي.

شاهه جي رسالي جي شر يمن ڪلياڻ جي چوٿين داستان ۾ هيءَ بيت وچ ۾ آيل هن ست، "ڪاتي ڪرت ڪهار ۾، خنجر آٿي ڪوڙ" جي اضافي سان موجود آهي ۽ لڳي ٿو اهو اضافو خود شاهه صاحب ڪري بيت جي مفهوم کي مڪمل ڪيو آهي. جيئن شاهه صاحب پاڻ کان اڳ وارن ڪيترن شاعرن جا بيت ۽ دوها، خيال ۽ فڪر جي حوالي سان نامڪمل سمجهي، ڪنهن يا ڪجهه سٽن جي اضافي سان مڪمل ڪيا آهن.

مٿيان بيت مخدوم احمد جي ويجهي دور جا يا ان کان آڳاٽا بيت آهن. مخدوم صاحب اندازاً 1530ع ۾ دم ڌڻيءَ حوالي ڪيو.

**پٽي، مخدوم عبدالرؤف هالائي** (1682-1752ع): سنڌ جو بهترين مولود گو شاعر مخدوم عبدالرؤف پٽي، هالن پراڻن جي درويشن جي هڪ خانوادي جو چشم ۽ چراغ هو. خانبهادر محمد صديق ميمڻ پنهنجي ڪتاب "سنڌ جي ادبي تاريخ" ۾ لکيو آهي ته پٽي بزرگ اصل راجا جادم جي پٽ پريت جو اولاد آهن. راجا جادم وري شري رامچندر پٽ راجا دسرٿ جي نائين پيڙهيءَ مان هو". تحفة الڪرام تان ورتل هن حوالي موجب خانبهادر لکي ٿو ته: "راجا جادم جي ائين پيڙهيءَ ۾ ارجن پٽ وريو نالي راجڪمار جيسلمير جو حاڪم هو. جيڪو مخدوم بهاالدين ذڪريا ملتانيءَ جي نظر فيض اثر سان مسلمان ٿيو ۽ ولايت جو درجو حاصل ڪيس". سندس نالو عبدالله رکيو ويو ۽ غوث جو خليفو ٿي سنڌ ۾ آيو هو پنهنجي فرزند مخدوم اسماعيل سميت هالن نون جي پرسان ماڙي محمد خان ڳوٺ ۾ اچي رهيو.

هن خاندان ۾ اهل دل درويش ٿي گذريا آهن جن ۾ سمن جي حڪومت جي بزرگ مخدوم احمد ولد مخدوم اسحاق سان ڪي بيت به منسوب آهن:

سڌ سٺي پرين ء جي وانگي جي نه ورن...

مخدوم احمد سان مخدوم عبدالرؤف جو شجرو مٿي هن طرح ملي ٿو: مخدوم عبدالرؤف پٽ مخدوم عمر پٽ مخدوم عبدالحميد اول پٽ مخدوم فتح الله اول پٽ مخدوم احمد.

مخدوم عبدالرؤف 1682ع ۾ هالن ۾ ڄائو ان ئي دؤر ۾ جنهن مخدوم ابراهيم جي "سنڌي" مشهور آهي، سو مخدوم عبدالرؤف جو ڀاءُ هو. هن خاندان ۾ اينڊ صدين ۾ ڪيترا عالم پيدا ٿيا. وقت جي حاڪم مياں نور محمد ڪلهوڙي وٽ مخدوم عبدالرؤف پٽيءَ جي گهڻي قدر منزلت هئي. مخدوم عبدالرؤف جو شعر مولودن، مداحن، ڪافين ۽ بيتن (ڏوهيڙن) جي صورت ۾ موجود آهي. کيس خاص طور مقبوليت مولودن جي ڪري ملي. هن پنهنجو تخلص اڪثر "عاصي عبدالرؤف جٽي" جي انداز ۾ آندو آهي. سندس ڪلام علم عروض ۽ ڪافين جي انداز ۾ جيل آهي.

مخدوم عبدالرؤف هڪ سچي عاشق رسول وانگر مديني ۾ مرڻ ۽ ديارِ حبيب ۾ دفن ٿيڻ جي تمنا ڪئي هئي، جا پوري ٿي. بٺي حج ڪرڻ جي موقعي تي مدينه منوره ۾ 1752ع ۾ وفات ڪيائين. کيس ڪو اولاد ڪونه هو سندس پاڙن جو اولاد موجود آهي جن مان مخدوم صالح پٽي هڪ عالم ۽ اديب ٿي گذريو آهي.

تنڊي ولي محمد، حيدرآباد جا پٽي هن خاندان مان آهن جن مان مظفر صادق پٽي وڪيل سنڌ حڪومت جو وزير قانون به رهي چڪو آهي. مخدوم عبدالرؤف جو ڪلام عشق رسول جي جذبن جو آئينو آهي ڪلام ۾ جذبات جي شدت، رقت ۽ سڪ جو بيان نمايان حيثيت رکي ٿو ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنهنجي تاليف "مولود" ۾ مخدوم عبدالرئوف پٽيءَ جا 77 مولود درج ڪيا آهن جڏهن ته مخدوم محمد صالح پٽيءَ، مخدوم عبدالرئوف پٽيءَ تي هڪ مڪمل ڪتاب پڻ لکيو آهي جنهن ۾ مخدوم صاحب جا 348 مولود، گهڻيرين ئي ڪافيون ۽ بيت شامل آهن.

**پٽي، مخدوم محمد صالح**: مخدوم محمد صالح پٽ مخدوم ميان محمد ابراهيم بزرگ پٽي 'صوفي' 8 محرم الحرام 1305ھ مطابق 25 سيپٽمبر 1887ع ۾ هالن پراڻن ۾ ڄائو سندس نسب سترهين پيڙهيءَ ۾ مخدوم عبدالله سان لڳي ٿو. مخدوم عبدالله جو اصلوڪو نالو ارجن بن وريه (وريو) هو ۽ هو جيسلمير جو حڪمران هو جنهن کي مخدوم بهاءُ الدين زڪريا ملتانيءَ مسلمان ڪيو ۽ سندس اسلامي نالو مخدوم عبدالله رکي سنڌ ۾ اسلام جي تبليغ لاءِ مقرر ڪيو هي واقعو سوا ڇهه سؤ هجريءَ ڌاري جو آهي. سندس عالي نسب اڳتي وڌي، شري رامچندر پٽ راجا دسرت سان وڃي لڳي ٿو جنهن کي هندو اوتار ڪري مڃين ٿا.

مخدوم عبدالله مسلمان ٿيڻ کان پوءِ اول ڳاهوٽ ويجهو هڪ ڳوٺ ۾ سڪونت اختيار ڪئي، ۽ پوءِ ڳوٺ ماڙي محمد خان لڳ پاٽوٽ ويجهو اچي رهيو جتي سندس آخري آرامگاهه آهي سندس پڙ پوٽا مخدوم احمد ۽ مخدوم محمد اسحاق 900ھ /1494ع ڌاري اسلام پور (هالا ڪنڊي) ۾ اچي رهيا. جو ڳوٺ 1779ع ۾ درياهه جي ٻوڏ سبب ٻڏي ويو. پوءِ بزرگن جا نعش اتان ڪڍائي هاڻوڪي هالن پراڻن ۾ آندا ويا. انهيءَ وقت حضرت مخدوم نوح ؒ جي نعش مبارڪ پڻ اسلام پور مان ڪڍائي هاڻوڪن هالن نون ۾ آندي وئي. هن خاندان جا ڪيترا بزرگ ٿر، ڪڇ ۽ سنڌ جي ٻين علائقن ڏانهن لڏي ويا. اسلام پور کان لڏيندي 1779ع ڌاري پٽي بزرگن جا باقي ڪي وڃي گهرهالن پراڻن ۾ ٻجهيا هئا. مخدوم محمد صالح جي والد مخدوم محمد ابراهيم ٽي شاديون ڪيون، جنهنڪري خانداني تنازعن سبب مخدومن ۽ خليفن جا قبيلا ڇڄي ڌار ٿي پيا. اهڙيءَ طرح ننڍپڻ کان وٺي مخدوم محمد صالح جي سنڀال سندس مامن هر هڪ خليفي عبدالرحمان، خليفي محمد ڪبير ۽ خليفي محمد جعفر پٽيءَ جي زير نظر ٿي. سنڌي چار درجا پنهنجي ڳوٺ هالن پراڻن ۾ پاس ڪري انگريزي تعليم لاءِ سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ مان 1902ع ۾ مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيائين. شاگرديءَ جي وقت کان وٺي کيس مضمون نويسي ۽ ڪلام گوئيءَ جو شوق هو نوڪريءَ واري عرصي دوران پاڻ هيٺيان ڪتاب لکيائين:

(1) سيدة النساء (2) بي بي رابعه بصري، (3) منصور حلاج (4) صديق اڪبر (5) عروس ڪربلا، (6) سقراط، (7) اخلاقي جواهر (8) منهاج المومنين

1944ع ۾ پينشن تي لهڻ بعد هيٺيان ڪتاب لکي پاڻ ئي شايع ڪرايائين: (1) اسان جو پيارو آقا، (2) فاروق اعظم، (3) واندڪائي جي وندر، (4) فتوحات اسلام. ان کان پوءِ سندس هيٺيان ڪتاب ڇپيا: (1) ڪيڏارو احسان فقير (2) ڪلام مخدوم عبدالرؤف پٽي، جڏهن ته هيٺيان قلمي نسخا اڻ ڇپيل

صورت ۾ سندن پوئين وٽ محفوظ آهن (1) المرتضيٰ (2) حيات سعدي (3) مضامين متفرقه (4) ڪلام صالح.

مخدوم صاحب جيڪي به ڪتاب لکيا، سي پنهنجي خرچ سان ڇپائي انهن جو نفعو بزرگن جي جامع مسجد لاءِ وقف ڪيائين ۽ الله پاڪ ان مسجد جي تعمير جي تمنا سندس حياتيءَ ۾ ئي پوري ڪئي. سندس ڪتاب سنڌ ۾ وري وري شايع ٿيا آهن ۽ گهڻي قدر مقبول آهن ان ڪانسواءِ پاڻ درسي ڪتاب پڻ لکيائين، جي سنڌ جي ڪيترن ئي اسڪولن ۾ پڙهايا ويا.

جيتوڻيڪ شعر گوئيءَ جو شوق شاگرديءَ جي وقت کان هئس، پر 1935ع ڌاري ان فن ۾ پنهنجو استاد محترم محمد صديق 'مسافر' کي مڃيائين، جنهن لاءِ کيس نهايت عزت هئي. سندس اڪثر ڪلام رسول پاڪ، اهلبيتن ۽ اصحابن جي شان ۾ چيل آهي.

**پٽين جي جامع مسجد جو مدرسو:** ٺٽي جو مخدوم اسحاق، شيخ بهاءُ الدين زڪريا جو مريد هو فضيلت ۽ ڪماليت ۾ بينظير هو ٺٽي ۾ پنهنجي محلي ۾ موجود جامع مسجد ۾ مدرسو قائم ڪيائين جتي قرآن، حديث ۽ فقه جي عام تعليم ڏيندو هو سندس به صاحبزادا مخدوم احمد ۽ محمد پڻ ٿيا، ساڳي ئي مدرسي ۾ پڙهيا مخدوم محمد پٽيءَ ظاهري علمن جي تحصيل پنهنجي والد بزرگ کان پرائي ۽ پنهنجي پيءُ وانگر انهيءَ ساڳئي مدرسي ۾ درس تدريس جو شغل قائم رکيائين. مخدوم محمد باطني علمن جي صفائيءَ ۾ ڏاڍي ڪوشش ڪئي پر ظاهري شرع جي مخالفت سهي ڪين سگهندو هو مخدوم احمد به وڏو ولي ۽ بزرگ عالم هو، هميشه گوشه گمناميءَ ۾ گذاريندو ۽ الله تعاليٰ جي ذڪر ۽ فڪر ۾ محو رهندو هو سندس ان مجاهدي جي ڪري وقت جو حاڪم جام نظام الدين به سندس عقيدتمند ٿي رهيو. مخدوم احمد پنهنجي ڀاءُ مخدوم محمد کي ساڳئي مدرسي ۾ قرآن، حديث ۽ فقه جي پڙهائڻ ۾ مدد ڪندو هو اهو سلسلو سندن پوين تائين قائم رهيو سندس بزرگن جي اولاد مان وڏا وڏا عالم، عارف، فاضل اديب، شاعر، خدا جا نيڪ ٻانها ۽ ڪرامت جا صاحب ٿي گذريا آهن.

**پٽي نظام الدين:** نظام الدين پٽي 1930ع ڌاري قليلي حيدرآباد ۾ ڄائو. واڍڪي ڪم جو شاهه ڪاريگر هو سنگيت جي به سٺي ڄاڻ هئس ۽ سُريلو ڳائڪ هو حيدرآباد جي وڏن وڏن فنڪارن جا باجا (هارمونيم) سندس ٺاهيل هوندا هئا. ان ڪانسواءِ ڪيترين ئي درگاهن جا دروازا ٺڪَ تي به ٺاهيائين. جاميٽريءَ جي فن جو به ڄاڻو هو ڪافي عرصي تائين سيپريشر فرنيچر ڪمپنيءَ جي ڪاٺ جي اُڪر ۽ نقش نگاريءَ واري شعبي جو انچارج رهيو ان ڪمپنيءَ طرفان ڪافي عرصي تائين ڏبئيءَ ۾ به رهيو پنهنجي فن ۾ يڪتا هي هنرمند 1980ع ڌاري حيدرآباد ۾ وفات ڪري ويو.

**پٽي، نور محمد 'پرواز':** شاعر نور محمد 'پرواز' ذات جو پٽي هو، جيڪو بدين ۾ ڄائو. تعليم سنڌي فائنل هئس. ادبي دنيا ۾ مزاحيه سنڌي شاعر طور مشهور هو پرائمري استاد طور تعليم ۽ تدريس جو سلسلو جاري رکيائين. 1961ع ۾ سندس شاعريءَ جو مجموعو "تند تنوار" شايع ٿيو. 1971ع ۾ وفات ڪيائين.

**پٽيون:** ضلعي گهوٽڪي تعلقي ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺ ڄاڻايل ڳوٺ آباد آهن: 'پٽيون'، 'سيفل خان'، 'محمد رفيق ڏاريجو'، 'گلن ٽرٽ'، 'محمد ڪلوڙ'، 'عظمت ماڇي'، 'ڪرم ڏاريجو'، 'ڪوڙو خان'، 'احمد علي آرائين'، 'الهڏتو ڪولاچي'، 'مسو خان اعوان'، 'محمد خان ڪولاچي'، 'غوث بخش ڪولاچي' ۽ 'الهه ڏيوايو ڪولاچي'.

**پڄ:** ڀارت جو هڪ شهر. جنهن بابت چون ٿا ته ڪڇ جي راڄا راءِ کنگهار ڄاڙيجي، سال 1547ع ۾ ٻڌايو هو راءِ کنگهار ڄاڙيجو 1548ع کان وٺي 1584ع تائين ڪڇ جو حاڪم هو هن ٺٽي جي ميمڻن کي دعوت ڏني 'پڄ' ۾ گهرايو جتي هو پنهنجو پاڙو ٻڌي وڃي ويهي رهيا. انهن مان ڪنهن وقت ڪڇي ميمڻ ڪاٺياواڙ ۽ گجرات ڏانهن ويا. 1580ع کان وٺي 1680ع تائين گجرات ۾ سورت جو شهر وڻج واپار جي ڪري برڪ هو جي ميمڻ اتي جا برک واپاري هئا. سورت جو واپار گهٽ ٿيو ته ڪيترا ميمڻ بمبئي لڏي ويا. ڪڇ، گجرات ۽ بمبئيءَ وارا سڀ ميمڻ سنڌ جي لهاڻن مان آهن هڪ ڏند ڪٿا موجب پڄ شهر تي اهو نالو ان ڪري پيو جو پڄيءَ (پڄنگ) يعني "ناڳ ديوتا" کي ارپڻ ٿيل آهي.



پڄ شهر جو هڪ منظر

26 جنوري 2001ع تي سنڌ ۽ ان جي سرحدن کي ويجهو ڀارتي صوبي گجرات ۾ زبردست زلزلو آيو. جنهن ۾ پڄ شهر مڪمل تباهه ٿي ويو هن زلزلي جو مرڪز ڪڇ جو رڻ هو جنهن کي ڀارت جا شهر پڄ ۽ احمدآباد بلڪل ويجهو هئا. جنهنڪري اتي تمام وڏي تباهي آئي. پڄ ۾ آيل زلزلي سبب سنڌ جي ٿر واري علائقي خاص ڪري ڏيپلي ۽ ٻين علائقن ۾ به شديد نقصان رسيو.

**پڄن آنند (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب سنچت پرمانند جو لکيل آهي. جيڪو ڪرائون سائيز ۾ ڇپيل آهي. هن ڪتاب ۾ صفحا 54 آهن ۽ قيمت 2 آنا ڄاڻايل آهي. شري پرمانند پنڌار شڪارپوريءَ راجپال پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان ورهاڱي کان اڳ ڇپايو.

**پڄناولي (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب شيوا سنگ هريسنگ اجواڻيءَ جو لکيل آهي. جنهن ۾ 60 صفحا آهن ۽ جنهن جي قيمت هڪ آنو 3 پايون ڄاڻايل آهي. رامچند مورجمل هيءُ ڪتاب قيصرهِ پريس، حيدرآباد مان سال 1898ع ۾ ڇپايو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو، وديا ساگر پريس، حيدرآباد مان سال 1900 ۾ ڇپيو.

**پڄن مالا (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب ڪوڙي مل چندن مل کلناڻيءَ جو لکيل آهي. رائل سائيز واري هن ڪتاب ۾ 112 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ آنو ڄاڻايل آهي. براهمو سماج قيصرهِ پريس، حيدرآباد مان، سال 1894ع ۾ ڇپايو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو سوامي داس، ڪرائون سائيز ۾ 1929ع ۾ ڇپايو. جنهن جي قيمت 4 آنا رکيل آهي.

**پَڄ/ پاڄ:** ڪنهن شيءِ جي پڄڻ جي حالت. نوڙيءَ کي وٽ ڏيڻ کي "پڄ" چئبو آهي.

رياضيءَ ۾ هڪ انگ کي ٻئي انگ سان ضرب ڪرڻ جو عمل کي به "پڄ" ڪوٺبو آهي. "پڄ اُپت" رياضيءَ جو اصطلاح آهي.

پراڻي ٻوليءَ جي پڙهڻيءَ Deciphernment کي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، سنڌي اصطلاح موجب "پاڄ" سڏيو آهي. مشهور اديب عطا محمد ڀنڀري جو ڪتاب "سنڌي ٻوليءَ جي پاڄ" ڇپيل آهي.

**پچا:** هڪ ذات جو نالو، جيڪي حيدرآباد ۽ ٺار شوري ضلعن ۾ آباد آهن.

**پچان:** هن نالي سان ضلعي ٺار شوري جي تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ موجود آهن:

جوهاڻ، پچا، فضل رند، گبول رند، مير حضر جتوئي، ڪلوئي، پير حاجي مراد، تاجو رند، فقيرو خاصخيلي، مستانا، عرضي گبول، سائينداد گبول.

لکي شاهه صدر جي پرسان ڳوٺ 'پچا' ۾ 1000 ڪان وڌيڪ ماڻهو آباد آهن. هتي بوائز ۽ گرلز پرائمري اسڪول موجود آهي.

**پَچَلِي:** گاهه جو هڪ قسم، جنهن ۾ سنهڙا ڪنڊا ٿين. جيڪي پرسان لنگهندڙ جي ڪپڙن ۾ چهٽي پوندا آهن. هن ٻوٽي کي "ڏنگڻي" به چوندا آهن. اڪثر ڳوٺاڻا هن جو ٻج ٻيهي ۽ ملي، مانيون پچائي کائيندا آهن.

**پچر پٽون:** هڪ قسم جي ٻوٽي جي ٻاڙ، جيڪا پسارڪي وکر طور دوائن ۾ ڪم اچي آهي. هن کي فارسيءَ ۾ مهره ڪبود، هنديءَ ۾ ڪشيڪار ۽ لاطينيءَ ۾ Marynia Annua چئبو آهي. هن جو تعلق Martyniaceae آڪهه سان آهي.

سچائب: هيءَ پٽونءَ جي ڏنگ وانگر ڳرهدار ڪاري رنگ جي ٻاڙ ٿئي ٿي. انتهائي سخت ۽ عجيب شڪل جي آهي. پنسارين وٽ آسانيءَ سان ملي وڃي ٿي. پراڻي زماني ۾ گيتلن ۾ لڳائي ويندي هئي. جنهن سان اهي جوتا چيچٽ يا آواز ڪندا هئا. هي پسارڪو وکر آهي.

**پَڏا:** ضلعي لاڙڪاڻي جي تعلقي قمبر ۾ هڪ ديهه جو نالو. جنهن ۾ ٻه ڳوٺ هڪڙو "پَڏا" ٻيو "باگوديرو" ڳوٺ به موجود آهن.

**پَڏا**[2]: مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.

**پَڏا:** پڏا عام طرح اهڙن ماڻهن کي چئبو آهي، جيڪي ڦڏا ٿيندا آهن يعني جن کي ڏند نه ٿين. هتان جي لهاڻي ۽ عامل آکهين ۾ ڪي فرد پڏا هئا. جن سان ديوان پاوندداس ٿڌاڻي ۽ پروفيسر پي. ايم (پرمانند ميوا رام) آڏواڻي مشهور هئا. هندي فلمن جو مشهور الڪٽريڊو آڏواڻي به هن خاندان مان هو.

**پَڏو:** اُتي ويل پراڻي واهه يا ڪڙيءَ جا نشان، جن ۾ تره ۽ ڪنارن واري مٽي يا پنجهوراجا سلامت هجي. پڏي واري زمين کي روينيو اصطلاح ۾ "پڏا لَٽَڊ" چئبو آهي.

**پرازو:** تعلقي سڪرنڊ ۾ هڪ ديهه جو نالو. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: سيد باقر شاهه، خدا بخش ڪوڪر، يار محمد تنواري، ڪاراجا اٺ، جيون تنواري، غلام محمد تنواري، سيد پير شاهه، ميهر ڪوس مٺو مري، لکا ڏنو چانڊيو، علي خان مري، جمعو خان خاصخيلي ۽ ڏڱاڻو مري.

**پرازي:** ضلعي ٿرپارڪر جي تعلقي مٺيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڳوڙاسيو باڻدي، ڏيٺيون، ڪاڇني، ڊاپي، ڊالوڙي، ڪاڳن ۽ ڏانورو.

**پراسر تلاءُ:** مڪليءَ ۾ مرزا عيسيٰ ترخان (وفات 944هه / 1566ع) جي رانڪ جي چوطرف "پراسر" نالي هڪ تلاءُ هو جنهن جو پاڻي تمام گهڻو مشهور هو.

**پرانا (قديم ماڳ):** پرانا هندوستان جي رياست هرياڻا جي ضلعي فتح آباد ۾ هڪ تاريخي حيثيت جو حامل ماڳ آهي. ٺوڙي جو هاڻي اهو فتح آباد ته آهي ۽ دڙن جي صورت ۾ ملي ٿو ۽ هتان کوٽائيءَ دوران هڙاپا تهذيب جا آثار مليا آهن. هي ماڳ دهلي جي اتر- اولهه ۾ 220 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي دهلي جي نفشلڪا نيشنل هاءِ وي تي ۽ فتح آباد کان 14 ميل اتر اوڀر ۾ ڀونا (Bhoona) روڊ تي موجود آهي. هي ماڳ سرسوتي نديءَ جي ڪناري تي آباد هو جيڪو هاڻي موسمي ندي گهاگهر جي ڪناري تي آهي. دڙي جي ماپ اتر- ڏکڻ 190 ميٽر ۽ اوڀر اولهه ۾ 240 ميٽر ۽ اوچائي 5.5 ميٽر آهي. هن ماڳ جي چوڌاري زرخيز زمينون آهن. هي ماڳ جون آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا طرفان 4-2003، 5-2004 ۽ 6-2003ع ۾ کوٽائيون ڪيون ويون. کوٽائيءَ دوران تهه A-I مان "هڪڙا ڪلچر ويئر" (Hakra Culture Ware)، B-I مان شروعاتي سنڌو ڪلچر، تهه A-II ۽ B-II مان شروعاتي اوائلي هڙپائي ڪلچر جا آثار مليا آهن. هاڪڙا ڪلچر هڙاپا ڪلچر جو صفا نوخيز دور سڏيو وڃي ٿو يا ائين چئجي ته



انهيءَ دور ۾ هتي سنڌو تهذيب جي صفا شروعات ٿيل ڏسجي ٿي. هن دور ۾ ڪچا گهر ملن ٿا. هي دور ڪالي بنگن جي پهرئين دور سان پيٽ جهڙو آهي. هي اهو ماڳ آهي، جتان هاڻوڪي هندوستان ۾ سڀ کان پهريان سنڌو تهذيب وارا جتا آثار مليا آهن. ان کان پوءِ عالمن جو ان طرف توجهه ٿيو ۽ ٻيا سنڌو تهذيب وارا ماڳ کوٽيا ويا. B-I واري تهه ۾ ماڻهو کليءَ فضا ۾ گهراڻي رهندا هئا. شهر کي ڪوٽ به قلعو وغيره ڏنل ڪو نه هو. گهر ڪچا هئا. جڏهن ته نڪراڻو سنڌو تهذيب جي مشهور ماڳ ڪالي بنگن سان پيٽ جهڙو آهي. نڪراڻي ۾ "هاڪڙا ويئر" جو نڪر به ڪڍيل صورت ۾ ملي ٿو A-II تهه ۾ شهري زندگيءَ جا چتا آثار ملن ٿا. شهر ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. گهرن جي آڏو موهن جي دڙي وانگر سڌيون گهٽيون مليون آهن. هي شروعاتي هڙپائي دور ليکيو وڃي ٿو. هتان مليل نڪراڻو اوائلي ۽ پڪي هڙپائي دور جو ڪڍيل سڏيل مليو آهي. ٻين وٿن ۾ مليا، چوڙين جا ٽڪر، شيشڙا، مڇي مارڻ جا ڪنڊا، ڪوڏ، ٽڪر، جون مورتيون وغيره ملن ٿيون. B-II مان اهڙا آثار مليا آهن جو پڪي نموني چئي سگهجي ٿو ته اهو هڙپائي (Mature Harappan) دور وارو تهه آهي. هتان مليل وٿن ۾ مٽيا، ٽڪر جون مورتيون، ٽامي جون چوڙيون، مهرون، هڏن مان ٺهيل شيون، شيشڙا، جانورن جا مجسما وغيره مليا آهن. هن دور واري تهه مان سنڌو ماڻڙيءَ جي مشهور "ٽاجڻي" جي به اڪر ٿيل حالت ۾ ملي آهي. موهن جي دڙي وانگر شهر قلعي بند آهي. گهرن جي اڏاوت ڪچين سرن جي ٿيل آهي. گهٽيون سڌيون آهن. قلعو ڪچين سرن جو ٺهيل آهي. هتان هڪ وڏي تنور جا نشان به مليا آهن. جنهن مان اندازو آهي ته هتي ڪڍيل سماج هو. پڪيون سرون رڳو نالين ۾ استعمال ٿيل آهن.

**پَرَت:** آڳاٽي هندستان ۾ "پرت" جي نالي سان ٻه راجا ٿي گذريا آهن. هڪڙو پرت، جيڪو راجا دشينت ۽ راڻي شڪنتلا جو پٽ هو جنهن جي نالي پٺيان هندستان کي "ڀارت ورش" جي نالي سان سڏيو ويو. ٻيو پرت، راجا دسرٿ جو ننڍو پٽ ۽ شري رامچندر جو ننڍو ڀاءُ هو جڏهن راڻي ڪيڪئيءَ جي ضد تي راجا دسرٿ پنهنجي پٽ رام چندر کي چوڏهن ورهيه بنواس ڏنو ته پرت کي گاديءَ جو وارث بنايائين. پرت کي اها خبر نه هئي، ڇو ته هو ٻاهر ويل هو. جڏهن هو موٽي آيو ته شري رامچندر، سيتا ۽ لڇمڻ بنواس روانا ٿي چڪا

هٿا ۽ راڻيا دسرت مري ويو هو پرت انهن جي پليان چتر ڪوٽ ڏانهن آيو ليڪن هن موٽي اچڻ کان انڪار ڪيو. تڏهن پرت، شري رامچندر جون چاکڙيون کڻي آيو ۽ انهن کي گادي، تي رکي حڪومت ڪرڻ لڳو چوڏهن سالن کان پوءِ شري رامچندر جي واپسيءَ تي راڄ هن جي حوالي ڪيائين. پرت جي شادي مانڊويءَ سان ٿي هئي، جيڪا سيتا جي سؤٽ هئي.

**پرت:** پرت سنڌ جو قديم هنر آهي. جنهن جو ثبوت مختلف کنڊرن جي کوٽائيءَ مان به مليو آهي. ڊاڪٽر پيرو مل لکي ٿو ته "موهن جي دڙي واري دور جي تهذيب مان معلوم ٿو ٿئي ته ڙالون پرت پرينديون هيون". سٽيءَ جي ڪم ۾ سٽي کان پوءِ پرت جو نمبر آهي، جنهن ۾ سٽ سان گڏ ريشم، زري، مقيس ۽ ڏوري، جو ڪم به ٿئي ٿو جن ۾ ريشم جو سڀ کان وڏيڪ حصو آهي. پرت اسان جو اهڙو هنر آهي، جنهن جي ذريعي نه رڳو پنهنجي پاڻ کي ۽ گهر کي سينگاريو آهي، پر اهو گذران جو ذريعو به آهي ۽ هينئر جيتوڻيڪ اسان وٽ پرت پرڻ جون مشينون عام آهن. تنهن هوندي به اسان جي شهرن توڙي ٻهراڙين ۾ ڪافي سگهڙ ۽ سڄاڻ عورتون موجود آهن، جيڪي پنهنجن هٿن جي ڪرامتن سان انهيءَ هنر کي ڏينهان ڏينهن اڳتي آڻي ۽ ترقي ڏياري رهيون آهن.



اسان جي قديم توڙي جديد ڪلچر ۾ پرت جي دائري اندر جيڪي شيون اچي وڃن ٿيون، انهن ۾ سازهيون، پوتيون، اوڇڻ، ريتا، بوڇڻيون، ملين جا پلءَ ڪنجريون، ڪنجرا، گچ، پيتيون، ڳڳها، لاوڻ چوليون چولا، ٽوپيون، رومال، سوڙ پٽيون، اڪيا، اڳوڇڻيون، گوڏريون، گوڏڙا، گوڏريا، بڇڪا، نورا، جهلون، گاسيا، ونجڻيون، مورچل، سينهيون، ميزپوش، ٽري پوش، تڪوڙيون ۽ ڏاڳا (تعويذ) وغيره. پرت پرڻ وقت سٽ، پٽ ۽ مقيش وغيره سان گڏ جن ٻين شين جو استعمال ٿئي ٿو سي آهن ٺڪون، ستارا، موتي، مڻيا، لعلون، پلرا ۽ پيچو وغيره. جن جي ذريعي واسطيدار شيون وڌيڪ سٺيون ۽ چمڪندڙ بڻايون وينديون آهن. اهڙيءَ طرح اسان وٽ ڪي اهڙيون به ڏاتيون آهن، جيڪي پرت سان گڏ ڪچ ڪوڏيون، ٽيلاهون، ڪوڏيون ۽ ٻوڙيون وغيره به استعمال ڪن. جيئن منگل پوتا ۽ چوهاڻ وغيره. سنڌي عورتن جي وڃا ۽ وڙت جو اهو به ڪمال آهي جو اهي پرت جا گول، ٽڪنڊا، چورس ۽ مستطيل وغيره ۽ گل ڦل سيئي اوزارن کان سواءِ ناهين. تنهن لاءِ پرت پرڻ کان پهرين ڪپڙي تي ميٽ ٻوڙيل سٽيءَ سان نشان ڪن ۽ ليڪا ڪڍن، جن کي پرت پرڻ جي اصطلاح موجب چون "لکڻ" ۽ اهو لکڻ اهڙو ڏکيو ڪم آهي جو سڀ ڪا عورت ڪري ڪين سگهندي آهي ۽ فقط ڪي ڪي سڄاڻ ۽ هوشيار عورتون ڪنديون آهن انهيءَ ڪري عام پرتياريون، ڪڏهن اچي اهڙين عورتن کان لکائين ۽ صلاح مشورو ڪن. هن وقت جيتوڻيڪ ڪاٺ ۽ مٽيءَ مان پرت جي مختلف نمونن جا ٺپا ٺاهيا ويا آهن. تڏهن به گهڻو ڪري شهر توڙي ٻهراڙين جون سگهڙ عورتون، انهن ٺپن جي استعمال بدران هٿ جي لکڻيءَ کي وڌيڪ اهميت ڏينديون آهن. اسان جي ڪلچر ۾ موجوده وقت تائين پرت جا جيڪي به نمونا ملن ٿا، انهن کي ڌار ڌار ڇهن ڀاڱن ۾ ورهايو ويو آهي، جيڪي هيٺين طرح آهن:

(1) ڳنڍيندڙ پرت: جيڪي پرت، ڪپڙي جي حصن يا ٽڪرن کي پاڻ ۾ ملائڻ ۾ ڳنڍڻ جو ڪم ڪن ٿا، تن کي ڳنڍيندڙ پرت چئبو آهي جيئن اُرمون ڪڻ ڪٽي، جو ڪڻ، ڪيلڻ، ڏانگرو يا آنگرو وغيره.

(2) سوراخ پريندڙ پرت: جن پرتن جي ذريعي، ڪپڙي ۾ ٿيل سنها ۽ رجولا سوراخ بند ڪيا ويندا آهن، تن کي سوراخ پريندڙ پرت چئجي ٿو جيئن تن، ٽڪون ۽ چاريون.

(3) ورچيندڙ ۽ گهيريندڙ پرت: پرت جا جيڪي نمونا مختلف بڙائين ۽ پرتن جي وچ ۾ ڊنگ طور ڪم اچن ٿا ۽ پرت کي جدا جدا حصن ۾ ورهائين ٿا، تن کي ورچيندڙ يا گهيريندڙ پرت چئبو آهي جيئن ريسو (سادو ۽ ڏاتيلو) لڙ، بند، آنڪ (ڪچي ۽ پڪي) ڳاٽي ناڙي، سڙهه، پلپهر چڙ ۽ چڙو ڪڻ وغيره.



(4) وڏا پرت: ڪنهن به ڪپڙي تي جيڪو پرت پريل هوندو آهي، ان ۾ پرت جا ڪي نمونا خاص ۽ اهم هوندا آهن، اهڙن پرتن کي "وڏا پرت" چئبو آهي. اسان وٽ اهڙي قسم جا جيڪي پرت آهن، تن جو مختصر ڳاڻيٽو هن طرح آهي: ڪنڌهار، مربع يا هرمچي يا ٽڪوهي، ڪارڪ ول، حاڪم، صوف، ڪوت، ڪنڊل، ڪيما، گهرار، گل، سنا خان، دهري، ڪنگرو، ڦل، ٽڪسيرا، هنج ڪرا، موريا، طوطا، چڙڪون، مڇي وغيره. انهن پرتن ۾ ڪيترا اهڙا پرت به آهن، جن جا هڪ کان وڌيڪ نمونا ٿين ٿا، جيئن: ڪنڌهار جي نموني ۾ ڪنڌهار جي گهوڙي، ڪنڌهار جي اڏڙي، ڪاٽريو يا ڪٽريو ڪنڌهار، اڌ ٽاڙيو ڪنڌهار ۽ سورنهن ٽاڙيو ڪنڌهار وغيره.

(5) ننڍيا ۽ پرتي ڪنڌڙ پرت: جيڪي پرت وڏن پرتن جي وچ ۾ اچي خالي جاءِ پرين يا ننڍين شڪلين ۾ ٿيهن ٿا، تن کي ننڍيا پرت چئبو آهي. جيئن: ٽارڙا، پيت ڦاٽا يا ٻاريا، تن ٽڪون، بند، جهوڪ، ڏاٽ، ڪنگهرا، لهرون، پڳڙو، پٿونري، ڦلڙي، ڪڻ يا جوڻ، اڪ، ٽڪلين، چانور، پنڪڙي، اچو وغيره. ننڍن پرتن مان ڪيترا اهڙا پرت آهن، جن مان هڪ کان وڌيڪ قسم موجود آهن. جيئن:

(الف) چانور جا قسم: ٻڌي سٽيءَ وارو چانور، ٽنڪڙيءَ وارو چانور.
پنکڙيءَ جا نمونا: ٻڌي سٽيءَ واري پنکڙي، ٽنڪڙيءَ واري پنکڙي.
(ج) ٻارين جا قسم: چوٻاريا، ٻاروجا ٻاريا.

(6) ڪناري وارو پرت: جنهن پرت جي ذريعي ڪپڙي جو ڪنارو يا ڪپڙي ڪور قابو ڪجي، جيئن اها مضبوط رهي ۽ جلد ڦاٽي نه سگهي، تنهن کي ڪناري وارو پرت چئبو آهي. پرت جي سڀني نمونن کي سامهون رکي،

جيڪر ان تي غور ڪبو تہ ڏسڻ ۾ ايندو تہ ان جا شروعاتي ۽ گھڻي ڪان گھڻا نمونا ورليون، وڻن ٽڻن ۽ انهن جي پاڙن سان واسطو ۽ مشابهت رکن ٿا. جيئن گل، ڦل، ول، پنڪڙي، ناڙو، صوف، ڪارڪ، بوريا يا باريا، پکڙو، چانور، موند، ڪن، اڪ، ٽڪي، ڪنٿهار وغيره. اهڙيءَ طرح ڪي پرت جا اهڙا نمونا بہ جاري آهن جيڪي جاندارن جي شڪل تي آهن ۽ انهن نالن سان سڏجن ٿا. جيئن مڇي، مور، جڙيون، طوطو، گيلڙ وغيره.



انهيءَ طرح ڪڇ پرت ورڇ اهڙا بہ آهن جيڪي جاين شين ۽ ماڻهن جي نالن سان مشهور آهن. جيئن ڪنڊن ڪرت، اڏ، هنج ڪرا، گوڙون، ڪنگهرا، چيرِ، ڳانا، حاڪم، گهرلو ۽ ملا خان وغيره. پرت اهڙو هنر آهي جيڪو نئين ڏينهن نئون روپ اختيار ڪندو ۽ وڌندو رهيو آهي ۽ وڌندو رهندو ۽ انسان ذات جي سونهن ۽ سجاڳ ۾ واڌاري جو سبب بڻبو. اهڙيءَ طرح سنڌو ماٿري جا رهواسي هنر ۽ ڪاريگريءَ ۾ پنهنجو ثاني پاڻ هئا. جيڪڏهن سنڌي مرد ڪنڀارڪي، لوهارڪي يا ڪنهن ٻئي هنر ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هئا. تہ سنڌڻ ذالون بہ هنر ۽ ڪاريگريءَ ۽ پرت پرڻ ۾ انتهائي ڀڙ هيون. زريءَ جو ڪم ڪرڻ ۽ پرت پرڻ تہ سنڌڻ خاص مشغلا هئا.

پرت پرڻ جو هنر قديم تاريخي هنر آهي پر اڄ اهو هنر سنڌ ۾ وڌ انتهائي عروج تي پهتل آهي. پرت جيڪو ڪئين صديون اڳ پريو ويندو هو، سو ساڳي شڪل ۾ موجود آهي يا ان ۾ تبديلي واقع ٿي آهي؟ انهيءَ سلسلي ۾ اهو دعويٰ سان چئي سگهجي ٿو تہ باوجود صديون گذرڻ جي پرت جو طريقو اڄ سوڌو ڦري نہ سگهيو آهي پر جيڪڏهن پرت جي مختلف قسمن ۽ ان جي نالن ۾ ڪا ڦير ڦار ٿي هجي تہ چئي نٿو سگهجي پر جيڪڏهن ڪا ڦير ڦار ٿي بہ هوندي تہ بلڪل معمولي نوعيت جي ٿي هوندي. جو جو اسان وٽ "زري" جو مثال موجود آهي، جيڪا 8 هزار سال اڳ بہ زري هئي تہ اڄ بہ زري آهي.

پرت جا نمونا:

(1) ڳانو: ٻين واري پاسي کان، ڪڇي سٽ جي اڌ انچ يا ان کان ٿورو گهٽ هڪ پٽي رکي وڃي ٿي. ان پٽيءَ کي واڙڻ واسطي ڪاري ڪشميري جو تريو ڏين. جنهن کي ڳانو سڏيو وڃي ٿو.

(2) ڦلڙيون: لفظ ڦلڙيون جي اصلي معنيٰ آهي اُهي گل جيڪي اڪ جي وڻ کي لڳن. پر هتي ان جون ڪيتريون ئي معنائون ورتيون وڃن ٿيون ۽ انهن سيتي کي پرت جي شڪل ڏني ويندي آهي. ڦلڙيون ڪاري ڳاٽي تي ٽاڪيون وڃن ٿيون تہ جيئن ڳانو وڌيڪ خوبصورت لڳي.

(3) مڇي چاپ ڦلڙي: جهڙيءَ طرح نالي مان ئي ظاهر آهي. هن جي پرڻ وقت انتهائي مهارت جي ضرورت هوندي آهي. هن ڦلڙيءَ جي شڪل بلڪل اهڙي پري ويندي آهي. جهڙي ڪا مڇي. اهي ڦلڙيون جڏهن ڳاٽي تي مڪمل ٿيو وڃن. تڏهن ائين پيو لڳندو آهي. جڻ سنڌوءَ جي سير ۾ ترندڙ مڇيون ڪي تمام گهڻيون هنرمند ۽ ڪاريگر ذالون تہ مڇيءَ جا تقريباً ٻہ ٽي قسم بہ ڳاٽي تي ٽاڪين. مڇين واريون اهي ڦلڙيون سنهڙي يا سفيد مُڪي سان ٽاڪيون وڃن ٿيون.

(4) گل چاپ: هي ڦلڙيون بہ ڪاري ڳاٽي تي سونهن لاءِ پريون وڃن ٿيون. عموماً هر قسم جو گل ٽاڪي سگهجي ٿو پر خاص توجهہ موتيءَ جي گل تي ڏني ويندي آهي يا پوءِ اڪ جي ڦلڙي ٽاڪڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي آهي جيڪا انتهائي محنت طلب ٿئي.

(5) پيٽ ڦاٽي: ڦلڙيءَ جو هي قسم تمام گهٽ ذات يا "اڇوت" سمجهيو وڃي ٿو جيتوڻيڪ هي بہ گل جو هڪ قسم ٿئي جنهن جو اندريون دائرو يا سرڪل بلڪل خالي ٿئي ان کي پرت ڪري نہ پرين ۽ دائري جي مٿان سخت قسم جون ٽي يا ڏہ پر وڌ چار پتيون ناهين. ڦلڙي جو هي قسم گهڻو محنت طلب نہ آهي ۽ نہ ئي ايڏو مقبول چاڪاڻ تہ منجهس ايڏي سونهن ڪا نہ ٿئي.

(6) ريسو: ڦلڙين جي ٽاڪڻ ۽ ڳاٽي جو عمل پورو ڪرڻ بعد اچي رنگ جي مڪي جي هڪ پٽي ڪڙين اها پٽ مڪي جي تقريباً چهن تندن کان ڏهن تندن جي ٿئي. ان کي هتان جون سگهڙ ذالون "ريسو" سڏين. ريسي ۾ مڪي جون بدلايل تندون ڳاٽي جي نموني تي رکيون وڃيون ۽ ڪين ناسي يا نيري ڪشميري جي سيبو ڏيو رهيو. ريسو ان ڪري جون جو اهو ڳاٽي جي نموني ٿئي. تنهنڪري ان کي ريسارو بہ سڏين.

ريسو سفيد ڪپڙي يا ڏاڳي يا ڪشميري سان بہ پري سگهجي ٿو مگر اها سونهن ڪا نہ ڻيندي. جيڪا مڪي جي ڪڙڻ سان ٿئي ٿي. ريسي کي مضبوط بنائڻ لاءِ پڻ باردر ڏبا آهن جن کي "آنڪ" سڏيو وڃي ٿو اهي آنڪون وري ٻن قسمن جون ٿين. (1) ڪچي آنڪ (2) پڪي آنڪ.

(7) جوڙو: اهڙي نموني سنڌيائيون ريسو پرڻ کان پوءِ جوڙو پرڻ ڏانهن پنهنجي سٽ جو رخ موڙين. جوڙو مڪي جي ٻن ڪٽين (اهو مڪو ڪنهن بہ رنگ جو ٿي سگهي ٿو) جي وچ ۾ ريسي کان پيڙهو يا ٽيڙهو ٿئي. تہ وچ واري خال ۾ وري ساڳي مڪي سان سگهڙ ذالون پنهنجي مرضيءَ مطابق گول يا ٻن ۽ ٽن ڪٽين وارا خانا ناهينديون آهن. انهن خانن ناهڻ مهل وڏي مهارت کان ڪم ورتو وڃي ٿو جڏهن خانن ناهڻ جو عمل پورو ٿي وڃي ٿو تڏهن سگهڙ ذالون انهن خانن کي مختلف رنگن جي ڏاڳن يا ڪشميري سان پرين ٿيون جن کي "پيجو" سڏيو وڃي ٿو اهڙي طرح مختلف ڏاڳن جي رنگن جي سنگم سان جوڙو اندلت تيار ٿي ويندو آهي پر ڪي عورتون پيجي پرڻ واري محنت کان ڪيبائينديون آهن ۽ شيشي جون ٽڪون بہ استعمال ڪن ٿيون.

(8) چير: جوڙي جي پوري ٿيڻ بعد اڳيون سيب "چير" جو ٿئي. هن سيب کي "چيرانڪري" سڏين. جو اها هوبهو چير وانگي پري ويندي آهي. چير جو پرت پرڻ لاءِ سب کان پهريائين هڪ مرڪزي تند لڳائي ويندي آهي ان کان پوءِ ان جي ٻنهي پاسي چير جو پرت پريو وڃي ٿو چير بہ ٻن قسمن جي ٿئي.

(1) جوٽي چير: هي اها چير آهي. جيڪا مرڪزي ڏاڳي جي مٿئين پاسي جوڙي وڃي ٿي. اها هڪ جوٽي چير سڏجي ٿي.

(2) ٻہ- جوٽي چير: هي مرڪزي ڏاڳي جي ٻنهي پاسي ڪڙي ويندي آهي هن ۾ چانديءَ جي چير وانگي ڪئين چٽ ڪڍيا وڃن ٿا ۽ ٽنيا وڏا دائرا ۽ گل ناهيا وڃن ٿا. پر ان سموري عمل ۾ پٽي تند استعمال ڪئي وڃي ٿي.

(9) ڌ- ڪوهي: ان پرت کي سگهڙ ذالون خبر ناهي ڇو تہ -ڪوهي ڪري سڏين ٿيون. پر اڳئين وقت ۾ هن کي "هرمچ" بہ سڏيو ويندو هو ۽ اڄڪلهہ پاڻيجي جي سموري پرت کي بہ هرمچ سڏين تہ -ڪوهي جو پرت پرڻ لاءِ سب

کان پهرياتين "گهوڙي" پري ويندي آهي. اها گهوڙي انگريزي اکر W جهڙي تيار ڪرڻ بعد ڊيليو جي ٻنهي ڪنارن تي چورس خانا ٺاهيا وڃن ٿا. جن کي "پڳڙو" پرت سڏين. اهڙيءَ طرح انهيءَ پڳڙي واري پرت کي پڪو ڪيو ويندو آهي. جڏهن ته اهو پڪو ٿي وڃي ته تن ڪنڊن وارا خانا ٺهيو پون. جن کي ڪُر ڪوهي" سڏين.

(10) **ڪوٽ:** هن مان مراد اهو ٿي ڪوٽ آهي. جيڪو اڳيان بادشاهه پنهنجن محلن جي بچاءَ لاءِ ڏيندا هئا. هي پرت ٻه ته ڪوهي وانگي پرچي ٿي. ٻر هتي پڳڙي جي پڪي ڪرڻ بعد مٿين پاسي جوٽيون ٺاهيون وڃن ٿيون ۽ انهن جوٽين کي ڦُڪي جي ٻتي تند جو بار ڏيڻ سان ڪوٽ ٺهيو پوي.

(11) **ڪنگرا يا ناٽ:** ٻانجي جي پرت جو هي آخري عمل آهي ٺهنڪري کي ڙلون ٻانجي کي وڌيڪ سهڻو بنائڻ لاءِ ان عمل کان اڳي مٿيون پرت ٻن کان ڇهن ڏهن تائين ذهراٽي پرت کي گرڏي جي لڳ پڳ آڻي ڇڏين ٿيون. جنهن سبب خوبصورتيءَ ۾ اضافو ٿئي ٿو حيدرآباد جي پڪي قلعي واري ڪوٽ تي موجود ڪنگرن واري ساڳي بيهڪ. ساڳي خوبصورتي ۽ ساڳيون ڪنڊون ۽ ساڳيا جارا يا خانا. انهن ڪنگرن کي وري ناٽ ان ڪري چون جو انهيءَ جي سيڻ وقت مختلف رنگن جو ڌاڳو استعمال ڪيو ويندو آهي ٻر عموماً سٽن قسمن جا ڌاڳا يا ڪشميرو يا پوءِ مُڪو استعمال ڪري اتلڪ بنائي ويندي آهي. اهڙيءَ طرح ٻانجو پري مڪمل ڪيو ويندو آهي ۽ پوءِ جڏهن اها پرت پريل ٻانجي واري شلوار پهرڻ واري جي سوٿڻ ۾ اضافو ڪري ٿي.

**ڀرتري هري:** هندستان ۾ جتي اڳاٽن شاعرن توڙي راجائن جي تاريخي حقيقت پروسي جوڳي ناهي. اتي اُن وقت جي ڪلاسيڪي شاعري گهڻو ڪري محفوظ آهي. انهيءَ جي باوجود. ننڍن نظمن جا ڪافي مجموعا جاتل سڃاتل شاعرن ڏانهن منسوب ڪيل آهن. جن جي نالن جي جوڙاري وڏيون افسانوي روايتون قائم آهن. هندستاني ادب ۾ ڀرتري هريءَ جي سنسڪرت زبان ۾ ڪيل شاعري معيار ۽ خيال جي لحاظ کان اهم آهي.

ڀرتري هري پنجين صديءَ جو فيلسوف هئڻ سان گڏ هڪ مڃيل شاعر ۽ گرامر جو ماهر هو. جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته هُو راجا وڪرماجيت جو ڀاءُ هو. جنهن جي نالي سان وڪرمي سنبت سال منسوب آهي. ڀرتري هري سياسي ڏاهپ، محبت جي جوش ۽ تياڳ سان لاڳاپيل سنسڪرت جي نظمن جي ٽن حسين حصن جي مجموعي 'ستڪ ترِيَ' جو اهم شاعر آهي. جنهن جو هر حصو شاعر جي زندگيءَ جي مختلف رخن تي روشني وجهي ٿو: (1) نيتي ستڪ (جنهن ۾ راجائن وچ ۾ سنڌن دنياوي معاملن ۽ آدرشن جو ذڪر آهي). (2) سرنگار ستڪ (جنسي ميلاپ بابت شاعري) جيڪو سنڌس جسماني ڪيفيت بڌائي ٿو ۽ جوش پرتي پريم جي سياءَ جو تجزيو ڪري ٿو ۽ (3) 'وئراڳيه ستڪ' (جهنگل جي اوٽ ۾) جنهن ۾ سنڌس دنيا کان منهن موڙ تياڳ ۽ ترڪ بابت خيال پيش ڪيل آهن.

ڀرتري هريءَ لاءِ مشهور آهي ته هُو هڪ سنساري راجا هو. جنهن پنهنجي پرينڪالن جي بي وفائيءَ جي تلخ رد عمل ۾ سماج کي رد ڪري ڇڏيو. ڪن جو چوڻ آهي ته تيسري برهمڻ عبادت گذار هو جنهن پنهنجي عبادت جي صلي ۾ 'امر ڦل' پاتو هو. جيڪو هن راجا ڀرترهريءَ کي آڻي ڏنو هو ته پلي لهو ڦل راجا کائي ۽ امر ٿي وڃي. پر راجا اُهو پنهنجي راڻي پنگلا کي ڏنو ته پلي اُها کائي ۽ امر رهي ته جيئن هو سنڌس زندگيءَ ۾ ٿي هن دنيا مان ڪوچ ڪري. راڻيءَ اُمر ڦل وري پنهنجو پريميءَ کي ڏنو ۾ هُن اُهو

پاڻ کائڻ بدران اُن ونشيا کي ڏنو جنهن سان سنڌس محبت هئي. ونشيا وري پاڻ کائڻ بدران اهو ڦل راجا کي کارائڻ مناسب سمجهيو. تنهنڪري هُن جڏهن اُهو ڦل کڻي راڄ دربار ۾ راجا کي آڇيو ته سنڌس ذهن مان نڪاءُ نڪري ويا. واقعن جي انهيءَ سلسلي تي رد عمل طور. راجا عورت ۽ سنڌس محبت کي ڀٽون ۽ پاراٺا ڏيندي. راجائي ناٽ ٻاٽ ترڪ ڪري. جهنگ منهن ڪري هليو ويو. اردوءَ جي شاعر علامه اقبال انهيءَ واقعي کان متاثر ٿي 'بانگِ درا' ۾ لکيو:

"ڦول ڪي پتي سي ڪٽ سڪتا هئ هيري ڪا جگر"

ڀرتري هريءَ جي باري ۾ پهرين تحرير چيني سياح 'هوجنگ' جي ملي آهي. جيڪو ستين عيسويءَ ۾ هندستان آيو هو ڀرتريءَ هري. پوڙي گرامر جو ماهر پڪشوئن جي الڳ ٿلڳ زندگي گذارڻ سبب مشهور هو.

ڀرتري هريءَ پنهنجي ڏک پريل نظمن ۾ پنهنجي ناڪامين. مقدر ۽ درٻارين جي لالچ جي باري ۾ فيصلو ڪن انداز ۾ لکيو آهي. هُو عبادت ۽ دنيوي زندگيءَ جي وچ ۾ جوتد نٿو ڪري سگهي. جاڪاڻ ته هُو پنهنجيءَ کي هڪجيترو دلڪش ۽ اٿيرو سمجهي ٿو هُو هڪ سنياسيءَ جي حيثيت سان نرواڻ پائڻ جو سپنو ڏسي ٿو. جيڪو جبل جي غفا ۾ شيو جو ڌيان ڪري ٿو. جنهن کي مقدس گنگا پنهنجي ڦوهار سان ڌوئي ٿي. يا جنهن کي ڪائنات لپٽيل صورت ۾ پاڪر پائي ٿي.

ڀرتري هريءَ جي نظمن مان پترو پوي ٿو ته هُو راجا نه هو. پر ڪنهن راجا جي دربار جو درٻاري هو هُو درٻاري زندگيءَ جي ذلت ۽ راجا ۽ وزير جي وچ جي ڇڪيل لاڳاپن جا مڪمل حوالا ڏئي ٿو.

ڀرتري هري اعليٰ پايي جو گرامر جو ماهر به هو. جنهن 'واڪيه پديه' نالي ڪتاب ۽ 'نِيتي-ڪارِ' جي عنوان سان نظم لکيا. 1670ع ۾ سنڌس اخلاقياتي نظم فرينچ زبان ۾ ترجمو ٿيا. پوءِ اصل متن جو لاطيني ترجمو شيفنر ۽ ويبر ڇاپيو. Indian Antiquary ۾ جرمن زبان ۾ ترجمو بوهلين (Bohlen)، فرينچ زبان ۾ شُوتز (Schutz) ۽ فاشي (Fauche). جنس سان متعلق شاعري ريگناڊ (Regnaud)؛ انگريزيءَ ۾ پروفيسر ٽاني (Prof. Tawney) شايع ڪرائي.

ڀيرومل مهرچند آڏواڻي جي ڪتاب "سنڌ ۽ سنڌي" ۾ پنهنجي مضمون 'مخدوم قلندر لعل شهباز' ۾ لکيو آهي ته راجا ڀرتري هري جڏهن راجائي ترڪ ڪري گرو گورک ناٿ جو وڃي چيلو ٿيو هو ۽ پوءِ فقيرائي ويس ۾ گهمندو ڦرندو سنڌ ۾ آيو هو ته سيوهڻ ۾ اچي رهيو هو گهڻو پوءِ جڏهن قلندر شهباز اچي رهيو ته هندُو ائين سمجهڻ لڳا ته هيءُ راجا ڀرتريءَ جو اوتار آهي ۽ اهڙو عقيدو اڄ تائين گهڻن جو آهي.

**ڀرت ڪمار ڏنگرا:** ڀرت ڪمار ڏنگرا اداڪار ۽ هدايتڪار آهي. هن جو جنم حيدرآباد. سنڌ ۾ 9 جون 1945ع تي ٿيو. بي اي تائين تعليم حاصل ڪيائين. اداڪاري ۽ هدايتڪاريءَ جي ميدان ۾ 40 سالن جو تجربو اٿس. سنڌي ناٽڪن "طلاق"، "وراهه جو ٻنڌڻ"، "بتدل ٻار"، "بيڏوهيءَ جو ڏوهه" ۽ "ٽي ٻانڌر" وغيره سان گڏ. هندي ۽ مارواڙي ناٽڪن ۾ پڻ اداڪاري ۽ هدايتڪاري ڪيائين. "بيڏوهيءَ جو ڏوهه" ناٽڪ ۾ بهترين اداڪاريءَ لاءِ انعام حاصل ڪيائين. آل انڊيا ريڊيو تي اناؤنسر ٿي به ڪم ڪيائين. هن وقت انڌيري ويسٽ، ممبئي ۾ رهي ٿو.

**ڀرتي** (Bloat): گاتي ڍور جي اوجهه ۾ سائي گاهه جي ڦندڻ سبب ٿيندڙ سوڄ هيءَ گهڻو ڪري برسيم يا ڪاسني (ڳگاهه). ٻاري سڙيل يا

سيتواربل جاري ۽ ڪاچ نلي ۾ ٻنجهه سبب پيدا ٿيندي آهي. اها ساهه کڻڻ ۾ موتجهارو پيدا ڪري ٿي ۽ اهڙين حالتن ۾ ان سان جانور جو موت واقع ٿئي ٿو.

ماڻهوءَ کي به پرٽي ٿيندي آهي، جنهن ۾ پيٽ ڦوڪجي ويندو آهي. ان صورت ۾ گئس خارج ڪندڙ دوائون ڪم آڻبيون آهن.

**پُرٽ:** گاهه جو هڪ قسم. هي ٻوٽو واريءَ زمين، ٿر ۽ جبل ۾ ٿيندو آهي. ٿر ۾ پٽن، ڏڙن، مڙهن ۽ خاص ڪري ڏهرن جي سڌيءَ ۽ واريءَ زمين ۾ جام ٿئي ٿو. هي ٻوٽو قوت ڪن اوچو ٿيندو آهي. ان جا پن سنها ۽ ڏگهيرا ٿيندا آهن. ان ۾ ٽيلين ٿين ۽ هر تيليءَ جي چوٽيءَ تي ننڍو سنگ ٿيندو آهي. هي گاهه آر يا سائو به ٿئي، جنهن کي مال جام کائيندو آهي ته سڪل به ڍڳيون، مينهون، گهوڙا ۽ گڏهه هن گاهه کي چاهه ۽ ڪثرت سان کائيندا آهن. سنگ نسرڻ بعد ان جي ڪڻن جي ڪوپي اندر اڇا داڻا ٿين. جيڪي غريب ماڻهو پيهي بجائي ڏٿ طور کائيندا آهن. هي ٻوٽو ڪيترين ئي بيمارين ۾ دوا طور ڪم ايندو آهي. پرٽ جا سنگ ڪڻن وارا ۽ پوري رنگ تي ٿيندا آهن. ان جا به قسم ٿين ٿا. هڪڙو جابلو ۽ ٻيو ميداني. ٻنهي قسمن مان حڪمت جي خيال کان ميداني پرٽ سلو چيو وڃي ٿو حڪيمن موجب طبي لحاظ سان فائدي وارو آهي.

**پُرٽ**[2]: پرٽ سنڌ جي هڪ معروف ذات به آهي. هيءَ ذات نوشهري ضلعي ۾ جام آهي. جتي پُرٽن جا ڳوٺ به آهن. جيوڻي مال جو هاڻوڪو صوبائي وزير عبدالحق پرٽ به هن ذات سان تعلق رکي ٿو.

**پُرٽ-بکڙو-ٽڪنڊي ڦل** Puncturevine (Tribulus Terristris): هن کي انگريزيءَ ۾ Small Corpos or Puncture vine ، فارسيءَ ۾ خارخسڪ، گجراتيءَ ۾ بنير گوکهرو، سنسڪرت ۾ اگرڪ شوري، هنديءَ ۾ گوکرو ۽ بنگاليءَ ۾ گرک شورا ۽ پنجابيءَ ۾ بکهڙا چئبو آهي. هن جو تعلق ٻن ميلاپي Zygophylaceae آڪهه سان آهي. هيءَ مشهور ٻوٽي آهي سنڌ جي بئراجي علائقن ۾ جام ٿئي ٿي. ٻن ڄڻن جي ٻڻن وانگر هوندا آهن ٻنجن ڪنڊن وارو داڻو به ٻڻن سان گڏ ٿيندو آهي. انهيءَ ڪري پُرٽ چيو وڃي ٿو هن ٻوٽي کي ٻڪري ۽ اٺ عام جام کائي ٿو.

**پرٽ، عبدالحق:** عبدالحق عرف دوست محمد ولد احمد نواز پُرٽ، نوشهري فيروز ضلعي جو مشهور سياستدان ۽ سماجي اڳواڻ آهي. هن پوري، تعلقي نوشهري فيروز (هاڻي ڪنڊياري) ۾ 16 سيپٽمبر 1948ع



تي جنم ورتو. هي اڃا ننڍن مهينن جو هو ته سندس والد وفات ڪري ويو. سندس والد سخي مرد ۽ هارين جو همدرد هو. بٺيءَ جي وقت سمورو اَن ضرورتمند هارين کي ڏئي ڇڏيندو هو يا پنهنجو حصو خيرات ڪري ڇڏيندو هو. عبدالحق جو والد ۽ چاچو ٻئي تعليم جي ترقيءَ لاءِ سدائين ڪوشان رهيا. عبدالحق پرٽ پرائمري تعليم پنهنجي آبائي ڳوٺ پوريءَ ۾ حاصل ڪئي، مشترڪ پبلڪ اسڪول حيدرآباد مان ڪيائين. بي. اي ۽ ايل ايل بي. سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري مان ڪيائين. هن 1979ع کان سياست ۾ پير رکيو ۽ يونين ڪائونسل پالهائي جو چيئرمين چونڊيو. 1985ع جي غير جماعتي چونڊن ۾ ايم. پي. اي چونڊيو. 2002ع ۾ پ پ پ جي پليٽ فارم تان ايم. پي. اي چونڊيو ۽ 2008ع وارين چونڊن ۾ به نوشهرو فيروز جي حلقي پي ايس 20 تان پ پ پ جي ٽڪيٽ تي چونڊ کٽيائين. پهرين سنڌ حڪومت ۾ جيوڻي مال جو وزير مقرر ٿيو ۽ هن وقت اينٽي ڪرپشن کاتي جو صوبائي وزير آهي. هي پنهنجي علائقي جو وڏو زميندار ۽ عوامي همدرد اڳواڻ آهي. هن 1993ع ۾ سنڌ سطح جي غريب نواز تنظيم قائم ڪئي، جنهن ٻاران شاگردن کي مفت ڪتاب، ڪپڙا، اسڪول وڃڻ لاءِ سائيڪلون ۽ امتيازي نمبر کڻندڙن کي انعام ڏئي، سندن همت افزائي ڪئي ويندي آهي. هر عيد تي ڪيترن ئي غريب ماڻهن کي ڪپڙا ۽ راشن ڏنو ويندو آهي. غريب ۽ بيواهه عورتن کي سلائي مشينون ۽ معذورن کي ويل چيئرون مهيا ڪيون وينديون آهن. عبدالحق پرٽ هن وقت نارو شاهه ۾ 'غريب نواز اسپتال' تعمير ڪرائي رهيو آهي. جنهن لاءِ هڪ جريب شهر جي زمين مفت ڏني اٿس. سندس ٻه فرزند علي شير ۽ احمد نواز پورتي ۽ دليپوٽا يونين ڪائونسلن جا ناظم رهي چڪا آهن. عبدالحق پرٽ جي مستقل رهائش پوري، تعلقي ڪنڊياري، ضلعي نوشهري فيروز ۾ آهي. ضلعي جي مشهور سياستدان سيد ظفر علي شاهه سان سندس گهرا لاڳاپا آهن. ضلعي اندر سماجي، سياسي ۽ ادبي سرگرمين ۾ هميشه اڳڀرو رهندو آهي.

**پرڇونڊي:** هيءَ ڳوٺ تعلقي ميرپور ماٿيلي، ضلعي گهوٽڪي ۾ آباد آهي. جتي سنڌ جي مشهور اهل دل بزرگ حافظ محمد صديق (وفات: 1308هه) جي درگاهه ۽ مدرسو آهي. سنڌ ۽ هند جي مشهور عالم ۽ سياسي اڳواڻ مولانا عبيدالله سنڌيءَ هن ڳوٺ ۾ اچي هن بزرگ جي هٿ تي اسلام قبول ڪيو هو. پرڇونڊيءَ جي پيرن مان ميان عبدالحق عرف "ميان مٺو" پيپلزپارٽيءَ جو مشهور اڳواڻ ۽ قومي اسيمبليءَ جو ميمبر رهي چڪو آهي. هن وقت ڏهرڪيءَ ۾ رهائش پذير آهي.

**پرڇونڊي شريف وارو ڪتب خانو:** پرڇونڊي شريف شهر ڏهرڪي (ضلعي گهوٽڪي) کان تقريباً چار ڪلوميٽر اتر طرف آهي. هن خانقاهه جو بنياد مشهور عالم حافظ محمد صديق رکيو هو. هتي خانقاهه سان گڏ هڪ ڪتب خاني جو بنياد رکيو ويو هو. هن ڪتب خاني ۾ هزارين ڇپيل ڪتابن سان گڏوگڏ قلمي نسخا پڻ موجود آهن. جن ۾ 50 کن قرآن مجيد جا قلمي نسخا، قرآن مجيد جا تفسير، ڪيترا عربي ڪتاب ۽ فارسي قلمي نسخا آهن. قرآن مجيد جي قلمي نسخن مان صرف ڇهن نسخن تي ڪاتبن جو نالو ۽ سن ڄاڻايل آهي. انهن قرآن مجيد جي نسخن مان 23 وڏي سائيز ۾ ۽ 3 ننڍي سائيز ۾ آهن ۽ انهن مان سورهن زبون حالت ۾ ۽ باقي صحيح حالت ۾ آهن. تفسير جي ٽن قلمي نسخن مان ٻه نسخا ملاحسين واعظ ڪاشفي جا تفسير "تفسير حسيني" جلد اول ۽ جلد دوم آهن.

**پرڪڻ:** تعلقي لکي، ضلعي شڪارپور ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ 6 ڳوٺ آباد آهن. هن نالي سان 'پرڪڻ' ڳوٺ به آهي. جنهن جي آبادي 2000 کان وڌيڪ آهي. هتي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ جدا جدا اسڪول موجود آهن. هن ديهه ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: پرڪڻ، وسايو ماڇي ڳوٺ، پيارو، موراڻي ۽ منگاڻائي.

**پُرڪڻ**[2]: ٿر جي هندن ۾ شاديءَ جي هڪ رسم موجب "پُرڪڻ" گهوٽ جو سينگار آهي. جنهن موجب هڪ نئين توال جا چار ئي پلئه هٿيءَ سان پيلا ڪري، شلوار مٿان ڪٽيءَ وانگر ٻڌي، مٿان "ڪڙيڪٽو" ٻڌي ڇڏبو آهي. جيڪو ڄڃ واپس اچڻ مهل لاهي ڇڏيندا آهن. هي رسم ڪولهين، ڀيلن ۽ ميگهواڙن ۾ عام آهي.

**پرڪي:** تعلقي متياريءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: وسي شاهه، عالم شاهه، لالو منگهواڻو، ڏاتو جوڻيجو، دودو منگهواڻو ۽ پنهورا.

**پرڪيو شيخ، ٺٽوي:** هي بزرگ مخدوم نوح ؒ جو همعصر هو. هيءُ بزرگ تنگ ڪان معذور هو. انڪري "پرڪيي لنگ" جي نالي سان به مشهور هو. ڪيس مخدوم نوح جي صحبت مان فيض مليو. پرڪيي فقير مڪليءَ جي پهاڙن تي پنهنجو آستانو اڏيو جتي وڏو مينار لهرايو هئائين. رات جو ان تي ڏيئو ٻاري ڇڏيندو هو ۽ انهيءَ روشنيءَ جي آڌار تي مسافر رستو معلوم ڪري بندر ڏانهن ويندا هئا ۽ سامونڊي مسافر ڪيس نذرانو ڏيندا هئا. ان ڪري وٽس دولت جمع ٿي وئي ۽ ڪيترائي ماڻهو هن جي جماعت ۾ شامل ٿي ويا. تڏهن مرزا محمد باقي حڪمران هو. ان کي اها جماعت کٽڪي رهي هئي ۽ هو ڪين ختم ڪرڻ جا وجهه ڳولي رهيو هو. پرڪيي شيخ جو اصول هو ته وٽس ڪير به ايندو هو ته ان ڪان محنت ڪرائيندو هو. جڏهن هن وٽ سيد علي شيرازي ٺٽوي آيو ته ان ڪان به جبري محنت ڪرايائين. جنهن مرزا باقيءَ کي اچي ڏانهن ڏني. ان ڪان پوءِ پرڪيي درويش جي سموري سامان کي قبضي ۾ آڻي سرڪاري مهر هڻي وئي ۽ مرزا باقيءَ ڪا ڳالهه ڪرائي پرڪيي فقير کي شهيد ڪرائي ڇڏيو. سندس درگاهه ۽ مقبرو به آهي.

**پرڪيو شيخ، ڪاتيار:** هي بزرگ نصرپور جي سماواتي پرڳڻي جي قديم ڳوٺ ڪاتيار جو باشندو هو. هن جو مقبرو اڄا به هن ساڳئي ڳوٺ شيخ پرڪئي ۾ آهي. هي ڳوٺ ڳلاب لغاري تعلقي ماتليءَ جي الهندي 5-6 ميلن تي واقع آهي. هن بزرگ جي والد جو نالو شاهو ڪاتيار هو. شيخ پرڪيي زهد ۽ تقوا، رياضت ۽ عبادت ۾ وڏو مقام حاصل ڪيو هو. هيءُ سالڪ مجذوب هو. هن جي مجاهدن ۽ ڪرامتن جا احوال حديقة الاولياء ۽ تحفة الڪرام ۾ ڪافي آيل آهن. حديقة الاولياء جي مؤلف هن جو تعارف هن طرح پيش ڪيو آهي ته "هي حق جو چاتو ۽ مجذوب ولايت جي ملڪ جو والي، حقيقت جي وات جو پانڌيئڙو، ترڪ ۽ فنا جي راهه جي مجاهدن جو سرمور، نفس ۽ هوا جي مخالفن جي واديءَ ۾ سيني صاف باطن سالڪن جو سالار، صاحب حال ۽ اهل دل زماني جو نيڪوڪارن جو پيشوا، نامدار آزاد انسانن جو خلاصو يعني شيخ پرڪيو ولد شاهو ڪاتيار. ان زماني جي سيني نامدار بزرگن ۽ ڪبار مشائخن مان سالڪ ۽ مجذوب هو."

هي بزرگ هالاڪنديءَ جي مخدوم احمد ۽ محمد جو همعصر هو. مخدوم احمد، جنهن جي وفات حديقة اولاليا ۾ 924 هه بمطابق 1518ع ڄاڻايل آهي ۽ تحفة الڪرام واري صاحب 930 هه بمطابق 1523ع ڄاڻائي آهي. هن حساب سان پرڪيي جو هن دار فانيءَ مان الوداع ڪرڻ 925 هه بمطابق 1519ع ۽ 935 هه بمطابق 1519ع جي وچ ۾ سمجهڻ گهرجي. مخدوم نوح ؒ جي ولادت ڪان اڳ پاڻ هڪ دفعي چيائون ته "مخدوم نعمت الله کي لطف الله نالي هڪ اعزو فرزند ٿيندو. جنهن کي حق تعاليٰ جو دائمي حضور حاصل ٿيندو." هاڻي به هر سال هن صاحب جو عرس 9-10-11 شعبان تي ٿيندو آهي.

شيخ پرڪيو ڪاتيار شاعر به هو. جنهن جا ست بيت مشهور محقق هيري ٺڪر راجستان رياست مان اجمير جي پاسي جي ڳوٺ "تاراڳڙا وهار" مان 80-1979ع ڌاري هٿ ڪيا هئا. جن مان ڪي هت ڏجن ٿا:

هليا سي "تڪنج" ڏي، 'پرڪڻ' جوي پري،
لوڪان لوري آسرو، اسان پنڌ پري.
'پرڪڻ' سندي سڪڙي، نه اورار نه پار،
نه لاٿو لهڻ سين، نه تن نه پاتار.

**پرگُو:** ويدن جي زماني جو مها رشي. جيڪو 10 پرجا پتين مان هڪ هو. جن کي انساني نسل جا ابا ڄيو ويو آهي. ڪيس پرگوڻ يا ڀارگوڻ جو بنياد وجهندڙ ڄيو وڃي ٿو. جنهن ۾ جمد اگني ۽ پرسورام جهڙو ورتو هو. منو ڪيس پٽ ڪري سڏيندو هو ۽ چوندو هو ته هن پنهنجو آشرم سندس سنڀال هيٺ ڏنو آهي. 'مهاڀارت' مطابق هُن دڪش جو يگيه ڪرايو هو ۽ شيو ڪان سندس ڏاڙهي پٽرائي هئي. هُن ئي رشي اگستيه کي راجا نهُش جي ظلم کان بچايو هو. جنهن کي انساني قوت کان وڌيڪ طاقت حاصل هئي. پرگو نهُش جي نگاهه جي تيج کان پاڻ بچائڻ لاءِ اگستيه جي جٽائن (وارن) ۾ لڪي ويو هو. جڏهن هُن اگستيه کي رٿ جي ڦيٿي سان ٻڌي ڇڏيو ۽ اڳتي ڌڪڻ لاءِ ڪيس هٿي ۾ ٺڏو هڻيو هو ته نهُش کي نانگ ۾ تبديل ٿيڻ جو پرگوءَ سراپ (بد دعا) ڏنو. پر نهش جي منت ڪرڻ تي پرگوءَ پنهنجي سراپ جي سزا محدود ڪري ڇڏي. 'پدم پراڻ' ۾ ڄاڻايل آهي ته يگيه جي موقعي تي جڏهن سڀ رشي گڏ ٿيا ته منجهن انهيءَ ڳالهه تي اختلاف ٿي پيو ته برهمڻ کي ڪهڙي ديوتا جي پوڄا ڪرڻ گهرجي. پرگوءَ کي مختلف ديوتائن جي ڪردار پرکڻ لاءِ وٽن موڪليو ويو. اول هُو شِوَ وٽ ويو ۽ سائس ملڻ جي اجازت گهريائين. پر هُو پنهنجي زال سان رس رهاڻ ۾ رُڌل هو. تنهنڪري کيس ملڻ جي اجازت نه ملي. پرگو ناراض ٿي کيس 'لنگ' جي صورت اختيار ڪرڻ جي سزا ڏني ۽ چيائين ته ڪو به عزتدار ۽ سنجيو ماڻهو سندس پوڄا نه ڪندو. پوءِ هُو برهما وٽ ويو. جيڪو رشين وچ ۾ گهيريل هو ۽ ڪين پنهنجي وڏائي بيان ڪرڻ ۾ ايڏو مصروف هو جو هُن پرگوءَ کي نظر انداز ڪري ڪيس ٻاهر ڪڍي ڇڏيو. تنهنڪري هُن ڪيس برهمڻ جي پوڄا جو لائق نه سمجهيو. پرگو جڏهن وشنو وٽ پهتو ته هُو ننڊ ۾ ستهيو پيو هو. پرگو سندس ڇاتيءَ تي ڪاهو پير رکي ڪيس ننڊ مان جاڳايو. وشنو مٿس ناراض ٿيڻ بدران پرگوءَ جي پير کي نرمائي سان دٻايو ۽ پنهنجي عزت افزائي لاءِ سندس ٿورا مڃيائين. پرگو سندس اهڙي ورتاءَ کان ڏاڍو خوش ٿيو ۽ فقط وشنو لاءِ چيائين ته هُو ئي ماڻهن توڙي ديوتائن جي پوڄا لائق آهي. پرگوءَ جي اهڙي راءِ کي سيني نه رڳو مڃيو پر ساراهيو.

**پُرگڙي:** بلوچن جي هڪ قبيلي جو نالو. ديري غازي خان جي لغاري تمن جو هڪ قبيلو جن جي سڪونت "تُن پرگڙي" جي ڪناري تي هئي. جنهن تان مٿن اهو نالو پيو. هي ميرن جي دور ۾ سنڌ ۾ آيا ۽ سنڌن لشڪر ۾ وڏن عهدن تي رسيا. سڄيءَ سنڌ ۾ رهائش پذير آهن. پرگڙين مان رئيس غلام محمد پرگڙي ۽ غلام مصطفيٰ خان پرگڙي سنڌ جا وڏا محب وطن سياستدان ٿي گذريا آهن.

لاڙڪاڻي ۽ جيڪب آباد جي وچ ۾ هن نالي سان هڪ ريلوي اسٽيشن پڻ موجود آهي.

ساماري ۽ شهدادڪوٽ ۽ خيرپور تعلقن ۾ ڪن ديهن جو نالو "پرگڙي" آهي. ساماري تعلقي جي ديهه پرگڙيءَ ۾ محمد عمر هاليپوٽو، قاضي عبدالمجيد ۽ حاجي يعقوب لاڙ نالي ڳوٺ آباد آهن.

خيرپور تعلقي جي ديهه "پرگڙيءَ" ۾ انهيءَ نالي سان هڪ ڳوٺ موجود آهي.

تعلقي شهدادڪوٽ جي ديهه ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: غلام نبي پرگڙي، داج محمد چانڊيو، غلام چانڊيو، فيض محمد چانڊيو ۽ شهبازي چانڊيو.

تعلقي خيرپور ميرس ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ هڪ ڳوٺ نوناري آباد آهي.

تعلقي سامارو جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: ڳوٺ محمد عمر هاليپوٽو، قاضي عبدالمجيد، حاجي يعقوب لاڙ.

**پرڳڙي، زاهد علي**: حيدرآباد جي نامياري سياستدان زاهد علي ولد غلام مصطفيٰ پرڳڙيءَ جو جنم، 3 جون 1959ع تي حيدرآباد، سنڌ ۾ ٿيو. پرائمري تعليم ڪنٽونمينٽ پرائمري اسڪول حيدرآباد ۽ مئٽرڪ 1974ع ۾ نور محمد هاءِ اسڪول حيدرآباد مان، انٽر ۽ بي اي (79-1978ع) ۾ گورنمينٽ ڪاليج حيدرآباد مان ڪيائين. انهيءَ دور (79-1978ع) ۾ جڏهن سيد حسين شاهه بخاري سنڌ پيپلز اسٽوڊنٽس فيڊريشن سنڌ جو چيئرمين هو ته زاهد علي پرڳڙي سپاف ۾ شامل ٿيو جڏهن شهيد ذوالفقار علي ڀٽو



پوليس گرائونڊ حيدرآباد ۾ سياسي جلسو ڪيو هو ته نوجوان زاهد علي پرڳڙي جلسي جي سيڪيورٽي دستي ۾ شامل هو. هُو 1986ع کان 1997ع تائين 12 سال حيدرآباد ڪنٽونمينٽ بورڊ جو وائيس پريزيڊنٽ رهيو. سياسي حوالي سان پيپلز پارٽيءَ جو سرگرم اڳواڻ رهيو آهي. پهريون ڀيرو 2001ع جي چونڊن ۾ حيدرآباد شهر مان پ. پ جي ٽڪيٽ تي سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو. ٻيو ڀيرو 2005ع جي ضمني چونڊن ۾ حصو ورتائين ۽ ٽيون ڀيرو 2008ع ۾ ٻ. حصو وٺي پيپلز پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي صوبائي اسيمبليءَ جي چونڊن ۾ کٽيائين. هن پنهنجي حلقي ۾ ڪيترائي ترقياتي ڪم ڪرايا آهن. هن وقت سنڌ حڪومت ۾ فشريز کاتي جو صوبائي وزير آهي. سندس مستقل رهائش حيدرآباد ۾ آهي.

**پرڳڙي، عبدالغفور**: عبدالغفور پرڳڙي ولد عبدالجليل پرڳڙي 1921ع ڏاري ڳوٺ غلام نبي پرڳڙي، تعلقي شهدادڪوٽ ۾ جنم ورتو. پاڻ هڪ قانوندان، اديب، دانشور، سياسي، سماجي حوالي سان مشهور آهي. هن پرائمري تعليم ڳوٺ مان، مئٽرڪ مدرسه هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي مان، بي اي جيلاسنگهه اينڊ سيتلداس (سي اينڊ ايس) ڪاليج شڪارپور مان، ايم. اي فارسي ۽ ايل ايل بي 1946ع ڌاري علي ڳڙهه يونيورسٽيءَ مان پاس ڪري، جولاءِ 1947ع ۾ وڪالت جي سند حاصل ڪيائين. هن شاگرديءَ جي زماني ۾ مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي پليٽ فارم تان تمام گهڻي سرگرميءَ سان حصو ورتو. شڪارپور جي سي اين ايس ڪاليج ۾ ٻه مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي شاخ قائم



ڪري تحريڪ پاڪستان جي جدوجهد ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪيائين.

عبدالغفور پرڳڙيءَ جو سياسي لحاظ کان مشهور سياستدان قاضي فضل الله سان واسطو رهيو هو. 1946ع ۾ ڏوڪري تڪ جي صوبائي اسيمبليءَ جي چونڊن ۾ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ جي مقابلي ۾ قاضي فضل الله جي اليڪشن جو انچارج پرڳڙي صاحب رهيو. ضلعي سياست ۾ هن "ميونسپل اصلاح جماعت" نالي هڪ سياسي پليٽ فارم تان ڊسمبر 1952ع ۾ قاضي فضل الله گروپ هيٺ چونڊ کٽيائين ۽ 26 جنوري 1953ع تي کيس ميونسپالٽي لاڙڪاڻي جو صدر چونڊيو ويو. 1955ع تائين تدبر سان انتظام هلايائين. بعد ۾ خانبهادر کهڙي هن اداري کي معطل ڪيو. ٻروري 1956ع کان آڪٽوبر 1957ع تائين ٻيهر چيئرمين مقرر ٿيو. هن لاڙڪاڻي شهر جا روڊ ۽ رستا پڪا ڪرايا. پرڳڙي صاحب لاڙڪاڻي ۾ 9 جنوري 1958ع تي 'غلام محمد ٽائون هال' جو بنياد رکيو جنهن جو افتتاح 23 مئي 1958ع تي ان وقت جي وزيراعظم ملڪ فيروزالدين نون ڪيو.

1954ع ۾ ون يونٽ ٺهڻ کان پوءِ پرڳڙي صاحب ون يونٽ خلاف هلندڙ تحريڪ ۾ ڀرپور حصو وٺندي لاڙڪاڻي ۽ خيرپور ڊويزن ۾ ٿيندڙ جلسن ۾ شريڪ رهيو هو. 1962ع ۾ بي. ڊي اليڪشن معرفت ويسٽ پاڪستان اسيمبليءَ جي چونڊ ۾ شهدادڪوٽ مان سيف الله مگسيءَ جي مقابلي ۾ اميدوار بيٺو. سرڪاري اميدوار 125، جڏهن ته هن 90 ووٽ حاصل ڪيا. جنوري 1965ع ۾ پرڳڙي صاحب شهدادڪوٽ ۾ مادر ملت فاطمه جناح جو پولنگ انچارج رهيو. جتان صدر ايوب خان 36 ۽ محترمه فاطمه جناح 27 ووٽ حاصل ڪيا هئا.

پرڳڙي صاحب 1976ع ۾ ذوالفقار علي ڀٽي صاحب جي دعوت تي پاڪستان پيپلز پارٽيءَ ۾ شامل ٿيو. پوءِ سندس قابليت کي ڏسندي کيس "ڊسٽرڪٽ لاڙڪاڻو افيئرس" جو انچارج بڻائي وزيراعظم هائوس المرتضيٰ ۾ دفتر ٺهرائي ڏنو ويو جتي شهرين جي مسئلن جي حل لاءِ گهڻيون ئي ڪوششون ڪيائين. 1977ع جي چونڊن ۾ کيس پيپلز پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي شهدادڪوٽ مان سنڌ اسيمبليءَ جو بنا مقابلي ميمبر چونڊيو ويو. هو 1977ع ۾ پيپلز پارٽي سنڌ جو ڊپٽي جنرل سيڪريٽري ٿيو. جنرل ضياءُ الحق جي دور حڪومت ۾ پيپلز پارٽيءَ سان وفاداريءَ سبب پنج ڀيرا گرفتار ڪري جيل ويو. سال 1982ع ۾ پيپلز پارٽيءَ کي الوداع چئي جنرل ضياءُ الحق پاران قائم ڪيل "مجلس شوريٰ" جو ميمبر ٿيو. جون 1984ع ۾ کيس روينيو ۽ ثقافت جو صوبائي وزير مقرر ڪيو ويو. جون 1985ع جي غير جماعتي چونڊن ۾ قومي اسيمبليءَ ۾ اميدوار طور بيٺو پر سوڀ ماڻي نه سگهيو. اهڙيءَ طرح 1995ع ۾ محترمه بينظير ڀٽو جي وفاقي حڪومت ۾ اعزازي ڪنسلٽنٽ مقرر ڪيو ويو. پرڳڙي صاحب "لاڙڪاڻي سٽيزن ڪلب" جو 1977ع کان 1982ع تائين لڳاتار پنج سال صدر رهيو. ان بعد 1982ع کان ڪلب جو سرپرست اعليٰ رهيو.

1965-1960ع تائين پنج سال سنڌي ادبي بورڊ جي بورڊ آف گورنرس جو ميمبر رهيو. هن لاڙڪاڻي مان هفتيوار "انصاف" اخبار جاري ڪئي. 22 آڪٽوبر 1949ع تي ٻن ڏينهن لاءِ منعقد ٿيندڙ "آل سنڌ جميعت شعراءِ سنڌ ڪانفرنس" جو جنرل سيڪريٽري به رهيو. هو 9، 10 اپريل 1955ع تي منعقد ٿيندڙ ادبي ڪانفرنس جي استقباليه ڪميٽيءَ جو چيئرمين پڻ رهيو.

عبدالغفور پرڳڙي، قائد اعظم محمد علي جناح بابت هڪ تحقيقي ڪتاب "سات ڏٺي سرواڻ" (1994ع) لکيو آهي. جيڪو هندوستان جي مسلمانن جي حالت بابت تفصيل فراهم ڪري ٿو. سندس هڪ ڪتاب "زندگيءَ جو سفر" نالي سان شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر پاران شايع ڪيو ويو جنهن ۾ هن روميءَ، اقبال ۽ شاهه لطيف جي ڪلام جو تقابلي جائزو ورتو آهي. هن 1983ع ۽ 1995ع ۾ اقوام متحده جي اجلاسن ۾ شرڪت ڪئي. پرڳڙي صاحب انتهائي هوشيار، قانوني ماهر، قرب ۽ اخلاق جو نمونو ۽ قومي جذبي سان سرشار اڳواڻ رهيو آهي. هن لاڙڪاڻي

ڀرڳڙي، عبدالماجد

شهر ۽ عوام جي ڀرپور نموني خدمت ڪئي. صاف سٿري سياست جو قائل رهيو آهي. هن محترمه بينظير ڀٽو جي خواهش تي شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي زندگي، تي هڪ ڪتاب "Falcon of Pakistan" پڻ لکيو.

**ڀرڳڙي، عبدالماجد**: سنڌي ڪمپيوٽنگ جو باني عبدالماجد ڀرڳڙي، لاڙڪاڻي جي ننڍڙي ڳوٺ غلام نبي ڀرڳڙي، ۾ 8 فيبروري 1948ع ۾ عبدالغفور ڀرڳڙي، جي گهر ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم لاڙڪاڻي مان ۽ بي. اي (آنرز) سنڌ يونيورسٽي، مان پاس ڪرڻ کان پوءِ 1973ع ۾



لاڙڪاڻي مان ايل ايل بي جي ڊگري حاصل ڪيائين. 1972ع ۾ سي ايس ايس جو امتحان پاس ڪري انڪم ٽئڪس کاتي ۾ خدمتون سرانجام ڏنائين. ان دوران پڙهائي، کي جاري رکندي 1985ع ۾ آمريڪا جي يونيورسٽي آف ايري زونا ٽوسان مان ايم. بي. اي جو امتحان پاس ڪيائين ۽ اهڙيءَ طرح انڪم ٽيڪس کاتي ۾ 2000ع تائين رهيو. ڪيس سنڌي ٻولي، ان جي ادب ۽ شاعريءَ سان چاهه هو. تنهنڪري سندس ڪوشش هئي ته سنڌي ٻوليءَ ۾ دنيا جي ٻين ترقي يافته ٻولين جيان نئين دؤر جي ٽيڪنالاجي جو ڀرپور استعمال ٿئي ته جيئن هو ان لحاظ کان پٺتي نه رهجي وڃي. 1987ع ۾، ڊيسڪ ٽاپ ڇپائيءَ جي ڪم ۾ دلچسپي جي ڪري، ذاتي ڪمپيوٽر (ايپل مئڪنتاش) ۽ ليزر پرنٽر خريد ڪيائين. تيستائين پرسنل ڪمپيوٽر تي سنڌي جو استعمال ممڪن ڪونه هو. سندس خواهش هئي ته سنڌي سافٽ ويئر جوڙي وڃي. تنهن سخت محنت ڪانپوءِ 1988 جي شروعات ۾ هو 'مئڪنتاش' ڪمپيوٽر تي سنڌيءَ جو پروگرام ٺاهڻ ۾ ڪامياب ويو جنهن جي نتيجي ۾ پهريون ڀيرو پرسنل ڪمپيوٽر تي سنڌي جو استعمال ممڪن بڻيو. اهڙي ريت هن 1988 جي اوائل ۾ سنڌي ڪمپيوٽنگ جو بنياد وڌو جنهن کان پوءِ سنڌي اخبارون، رسالا، ڪتاب وغيره ڪمپيوٽر ذريعي ڪمپوز ٿيڻ لڳا ۽ سنڌي اشاعتي دنيا ۾ هڪ انقلاب آيو. 1990ع ۾ هو پاڪستان ڇڏي آمريڪا هليو ويو. ڪنهن به ٻوليءَ جي ڪمپيوٽر تي استعمال لاءِ بنيادي ضرورت ان ٻوليءَ جو ڪوڊپيج (character set approved for computer use) هوندو آهي ۽ سنڌي لاءِ ڪوبه طئي شده اسٽينڊرڊ ڪوڊپيج ڪونه هو. انهيءَ ڪري سنڌي جي ڪمپيوٽر تي استعمال جو جيڪو حل ۽ طريقہ ڪار ڪڍيو ويو هو تنهن ۾ عربي ۽ فارسي واري ڪوڊپيج کي ڪنهن طريقي سان سنڌي لاءِ قابل استعمال بڻايو ويو هيو. نوي واري ڏهاڪي ۾ دنيا جي سڀني ٻولين لاءِ هڪ مشترڪ ڪوڊ پيج ٺاهڻ جون ڪوششون ٿيڻ لڳيون ته جيئن دنيا جي مختلف ٻولين جي ڪمپيوٽر تي ترويج ۾ آساني ٿئي. اهڙي ريت يونيڪوڊ ڪنسورشم جو بنياد پيو جنهن هڪ يونيورسل يا عالمگير ڪوڊپيج جوڙيو ۽ ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ ان جي ترويج جون ڪوششون ٿيڻ لڳيون. يونيڪوڊ يا يونيورسل ڪوڊپيج ۾ دنيا جي ٻين ٻولين سان گڏ سنڌي جو ڪيريڪٽر سيٽ، يعني سنڌي ٻوليءَ جا حرف بہ شامل هئا. 1999 تائين يونيڪوڊ ڪمپيوٽر جي مختلف آپريٽنگ سسٽم جو حصو بڻجڻ شروع ٿي ويو هو ۽ مائڪروسافٽ ۽ ايپل وارن طرفان بہ ان جي ترويج جي آغاز تي دنيا جي مختلف ٻولين کي سهوليت ملڻ لڳي. انهن نئين پيش رفت جي ڪري پهريون ڀيرو اهو امڪان پيدا ٿيو ته سنڌي جو هڪ ٻوليءَ جي حيثيت ۾، ڪنهن معياري ڪوڊپيج جي آڌار تي، ڪمپيوٽر تي استعمال ٿي سگهي ۽ انٽرنيٽ ۽ ورلڊ وائيڊ ويب تي دنيا جا سڀ سنڌي پنهنجي ٻوليءَ جو استعمال ائين ڪري سگهن جيئن ٻين ترقي يافته ٻولين جو ٿئي پيو هيل تائين. سنڌي جو ڪمپيوٽر تي استعمال گهڻي ڀاڱي اشاعتي يا ڇپائي جي ڪمن تائين محدود هو ۽ اسٽينڊرڊ ۽ مروج ڪوڊپيج نہ هجڻ جي ڪري سنڌي کي عالمي سطح تي رابطي يا ڪميونيڪيشن لاءِ استعمال ڪرڻ ممڪن ڪونہ هو 2000 ۾، نئين صدي جي آغاز ۾، عبدالماجد ڀرڳڙي انهي سلسلي ۾ هڪ ڀيرو ٻيهر سنڌي زبان کي معياري حيثيت ۾ ڪمپيوٽر تي رائج ڪرڻ لاءِ جاکوڙ ڪئي. هن سنڌي لاءِ پهريون يونيڪوڊ فانٽ جوڙيو. مائڪروسافٽ وارن سان ذاتي حيثيت ۾ ملي کين ان تي آماده ڪيائين تہ هو پنهنجي ونڊوز سسٽم ۾ سنڌي جي ٽيڪسٽ پروسيسنگ ممڪن بڻائين. انهن کان سنڌي لاءِ ڪيبورڊ قائل ترتيب ڏيارايائين ۽ آخرڪار پاڻ هڪ سنڌي انسٽالر جوڙي، انٽرنيٽ تي هر عام سنڌي لاءِ بغير ڪنهن قيمت جي مهيا ڪيائين تہ جيئن سنڌي جو ڪمپيوٽر تي استعمال عام ٿئي. سنڌي زبان کي يونيڪوڊ ذريعي رائج ڪرڻ سندس اهو انقلابي قدم هو جنهن سان هن معياري سنڌي ڪمپيوٽنگ جو بنياد وڌو جنهن جي نتيجي ۾ ڪمپيوٽر، انٽرنيٽ ۽ ورلڊ وائيڊ ويب تي پهريون ڀيرو سنڌي جو پنهنجي حيثيت ۾، هڪ ٻوليءَ جي حيثيت ۾، عالمي سطح تي استعمال شروع ٿيو ان ذريعي سنڌي ۾ اي ميلز موڪلڻ، سنڌي ويب سائيٽون جوڙڻ، سنڌي ۾ ڪمپيوٽر ذريعي چيٽنگ ڪرڻ وغيره ممڪن ٿيون. اڳتي هلي، ونڊوز کان علاوه مئڪنتوش ڪمپيوٽر تي بہ سنڌي جي يونيڪوڊ ذريعي استعمال کي ممڪن بڻايائين ۽ ان لاءِ انسٽالر جوڙيائين جنهن وسيلي مئڪنتاش تي بہ معياري سنڌي ڪمپيوٽنگ ممڪن ٿي. هن سنڌي معياري ڪمپيوٽنگ لاءِ جيڪي بہ TOOLS يا RESOURCES ٺاهيا، سي سڀ انٽرنيٽ تي سنڌين لاءِ مفت مهيا ڪيائين. سنڌي ڪمپيوٽنگ جي حوالي سان سندس www.bhurgri.com جي نالي سان ويب سائيٽ پڻ جوڙيل آهي. جنهن ۾ پهريون ڀيرو انٽرنيٽ تي قرآن پاڪ جو سنڌي ترجمو، شاهه جو رسالو، سچل جو سنڌي ڪلام شايع ڪيا ويا ۽ جتي ڍيرو گهڻو سارو سنڌي مواد موجود آهي. هن مغرب، يعني مراڪش ۽ الجزائر جي ويهين صدي جي اوائل جي مشهور صوفي بزرگ احمد بن مصطفيٰ العلوي جي مناجات جو عربي مان انگريزي ۾ ترجمو بہ ڪيو آهي جيڪو شايع پڻ ڪرايائين ۽ اهو سندس ويب سائيٽ تي بہ موجود آهي. ان کان علاوه 2002 آمريڪا جي يونيورسٽي آف اليناوءِ جي شعبہ لسانيات جي پروفيسر جينيفر ڪول جي دعوت تي هو يونيورسٽي ويو ۽ سندن سنڌي ٻولي جي آن لائن ڪورس جي سلسلي ۾ کين مدد فراهم ڪيائين. 2003 ۾ مائڪروسافٽ جي لاءِ عربي جي فانٽ جي پروگرامنگ بہ ڪيائين ۽ انهن لاءِ "پاڪستاني ٻولين جي ڪمپيوٽر تي يونيڪوڊ ذريعي ترويج" جي موضوع تي هڪ ٽيڪنيڪل ريسرچ پيپر بہ لکيائين جيڪو انهن مائڪروسافٽ ڊيولپرز نيٽ ورڪ MSDN تي شايع ڪيو. اڄ ڪلهه هو آمريڪا ۾ رهائش پذير آهي.

**پرڳڙي، غلام مصطفيٰ خان:** غلام مصطفيٰ خان پرڳڙي ولد غلام محمد خان 7 جنوري 1913ع ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم ڏينگاڻ پرڳڙي تعلقي جيمس آباد (ڪوٽ غلام محمد) ۾ ورتائين. بعد ۾ حيدرآباد جي نئون وديالیه هاءِ اسڪول ۾ انگريزي پڙهڻ ويٺو. سندس والد 1924ع ۾ انتقال ڪيو. هن کي ديراڊون پبلڪ اسڪول ۾ پڙهڻ لاءِ موڪليو ويو، جتي 1931ع ۾ سينئر ڪيمبرج جو امتحان ڏنائين. مارچ 1931ع ۾ ڀڳت سنگهه ۽ دت کي ڦاسي اچڻ وقت هن ديراڊون جي اسٽرائيڪ ۾ شرڪت ڪئي. ان ڪري کيس اتان ڪڍيو ويو. 1937ع ڌاري خاڪسار تحريڪ ۾ شامل ٿيو. جنهن ۾ کيس "امير جانبازان هند" جي عهدي تي نامزد ڪيو ويو. انهيءَ تحريڪ ۾ هو ڪيترائي سال ڪم ڪندو رهيو. يو پي ۾ خاڪسار تحريڪ طرفان هلايل هلچل ۾ حصو وٺڻ سبب جيل ۾ ويو. 1938ع ۾ مسلم ليگ ۾ شامل ٿيو. 1946ع ۾ ٻيهرين اليڪشن ۾ چونڊجي آيو. 1953ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جون ٻيهر چونڊون ٿيون. جن ۾ مسلم ليگ کان ٻاهر مخالف جماعتن جهڙوڪ پيپلز پارٽي، آزاد پاڪستان پارٽي، هاري پارٽي ۽ عوامي ليگ گڏجي متحده محاذ قائم ڪري اميدوار بيهاريا. انهن اميدوارن مان ست اميدوار چونڊجي آيا جن ۾ غلام مصطفيٰ به شامل هو. هو ان اتحاد جو ڊپٽي ليڊر هو. جڏهن 1954ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ کان سنڌ کي ون يونٽ ۾ داخل ڪرڻ جو ٺهراءُ پاس ڪرايو ويو ته ان ٺهراءَ جي مخالفت ۾ جن ڇهن ميمبرن ووٽ ڪيو هو، تن مان هڪ رئيس غلام مصطفيٰ خان پرڳڙي به هو. 1955ع ۾ مغربي پاڪستان اسيمبليءَ جون چونڊون ٿيون. جن ۾ به رئيس صاحب چونڊجي آيو. مغربي پاڪستان اسيمبليءَ ۾ "سنڌ متحده محاذ پارٽي" مخالفت ۾ هئي ۽ رئيس صاحب ان پارٽيءَ جو ڊپٽي ليڊر هو. ساڳئي سال ڪراچيءَ ۾ خان عبدالغفار خان جي صدارت هيٺ سنڌ بلوچستان ۽ فرنٽيئر صوبن جي عيوضين جي ون يونٽ خلاف ڪانفرنس ڪئي ٿي. جنهن ۾ "اينٽي ون يونٽ فرنٽ" ٺهيو. جنهن جو رئيس صاحب خزانچي چونڊيو ويو. ان کان پوءِ مغربي پاڪستان جي ٽن مکيه جماعتن (1) سنڌ متحده محاذ، (2) آزاد پاڪستان پارٽي ۽ (3) سرخ پوش جماعتن گڏجي "پاڪستان نيشنل پارٽي" قائم ڪئي. جنهن جو رئيس صاحب مکيه ميمبر رهيو. ٿوري وقت بعد "پاڪستان نيشنل پارٽي" ۽ عوامي ليگ گڏجي ڍاڪا ۾ ڪنوينشن سڏائي "پاڪستان نيشنل عوامي پارٽي" ٺاهي. ان ڪنوينشن ۾ رئيس صاحب شرڪت ڪئي ۽ ان جماعت جو مکيه ڪارڪن ۽ ورڪنگ ڪاميٽيءَ جو ميمبر رهيو. رئيس صاحب حقيقت شناس، دور انديش، چتر سياسي شعور رکندڙ باهمت قومي ڪارڪن هو. لکين رپيا پنهنجي ذاتي ضرورتن لاءِ هوندي به بنهه درويشاڻي ۽ سادي زندگي گذاريندو هو. هميشه ترڪي ٽوپي پائيندو هو ۽ خوش طبع ۽ خوش مزاج حد درجي جو هو. وڏا وڏا ٽهڪ ڏيندو هو. رئيس صاحب کي ٻه فرزند آهن. (1) رئيس عبدالقيوم ۽ (2) رئيس عبدالقادر.



**پرڳڙي، مشتاق:** نوجوان ڪهاڻيڪار، شاعر، ڪالم نويس ۽ نقاد مشتاق پرڳڙي، جو پورو نالو مشتاق علي ولد محمد چُٽل پرڳڙي هو. هن 16 سيپٽمبر 1974ع تي ڳوٺ شاخ لڳ جوهي، ضلعي دادو ۾ جنم ورتو. پرائمري تعليم وزيرآباد اسڪول دادو، مئٽرڪ گورنمينٽ پائلٽ سيڪنڊري اسڪول دادو، بي. ايس. سي، استاد بخاري گورنمينٽ ڊگري ڪاليج دادو. جڏهن ته بي. اي، سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري مان بين الاقوامي تعلقات شعبي ۾ ڪيائين. ادبي لحاظ کان هو سٺي ڪهاڻيڪار، شاعر ۽ نقاد جي حيثيت سان سڃاتو وڃي ٿو.

هن لکڻ جي شروعات 1988ع کان ڪئي. سندس ڪهاڻين جا ٻه ڪتاب "ٻاڄي" (1999ع) ۽ "سفر" (2009ع) ۽ مضمونن، ڪالمن ۽ خاڪن جو ڪتاب "لفظ نه آهن ڪيڏونا" (2005ع) ۽ شاعري "موکي، مت ايتيا" (ڏهن شاعرن سان گڏ: 2005ع) ڇپيل آهن. هن ٻه ماهي "زر جهر" - دادو جا ڪجهه پرچا ايڊٽ پڻ ڪيا هئا. سندس وفات 2007ع ۾ ٿي.

**پرڳڙي، ميان غلام محمد خان:** سنڌ جو محب وطن سياستدان، رئيس غلام محمد خان پرڳڙي 1878ع ۾ ڏينگاڻ تعلقي جيمس آباد (ڪوٽ غلام محمد) اڳوڻي ضلعي ٿرپارڪر ۾ پيدا ٿيو. سندس والد جو نالو ميان ولي محمد خان هو. پاڻ سنڌ جي انهن معزز ترين هستين مان هو جيڪي آزاديءَ جي تحريڪ جا علمبردار ۽ مخلص قومي ڪارڪن هئا. اهڙن بزرگن تي ملڪ ۽ قوم کي بجا طور فخر ڪري سگهجي ٿو. سندس نالو تاريخ ۾ هميشه ياد رهندو.



مولانا عبيدالله سنڌي (ڏسو: امام انقلاب، مولانا عبيدالله سنڌي) ۽ ٻين انهيءَ پايي جي انقلابي ليڊرن ڪانسواءِ آئيني جدوجهد ذريعي آزادي حاصل ڪرڻ جو جيڪڏهن ڪو سنڌي مسلمان صحيح اڳواڻ سڏائڻ جو حقدار آهي ته انهن مان پهريون رئيس غلام محمد خان پرڳڙي ٿي سگهي ٿو. هندو محب وطن سياستدانن کي درڪنار رکي، سنڌي مسلمان سياستدانن جي زندگيءَ تي نظر ورائبي ته رئيس غلام محمد خان، هندستان جي آزاديءَ جي تحريڪ ۾ "ڪانگريس" اندر انهيءَ وقت شريڪ ٿيو. جڏهن سنڌ جا اڪثر مسلمان زميندار حڪومت جي خوف کان پيا ڇرڪندا هئا. ان وقت ڀرپاسي جي رهاڪو زميندارن لاءِ ڪانگريس جهڙي ترقي پسند جماعت ۾ شامل ٿيڻ ڪا رواجي ڳالهه ڪا نه هئي. پرڳڙي صاحب جي حيثيت سنڌ جي سياستدانن ۾ ان ڪري ممتاز رهي. جو سنڌ ۾ سندس پايي ۽ شهرت جو قومي ڪارڪن ان وقت نه ٿيو. پر اڄ تائين به ڪو نه پيدا ٿيو آهي.

رئيس غلام محمد خان جي ابتدائي تعليم، سنڌ جي قديم خاندانن جي دستور مطابق قرآن شريف ۽ فارسي تعليم حاصل ڪرڻ سان شروع ٿي. سندس استاد ميهڙ طرف جو هڪ عالم هو. جنهن کي رئيس وڏي خاص سندس تعليم ڏيڻ لاءِ مقرر ڪيو هو. انهيءَ وقت جا استاد شاگردن کي ٿوري، گهڻي ڳالهه تان ڏاڍيون مارون ڏيندا هئا. رئيس صاحب باوجود هڪ رئيس زادي هئڻ جي، انهيءَ عام قانون کان ڇٽي نه سگهيو. هڪ دفعي جي ڳالهه ڪن ٿا ته مولوي صاحب کيس وڏي سان ڏاڍي جهڳڪن جي مار ڏني. جنهنڪري سندس ٽراڙ تي زخم ٿي پيا. گهر ۾ جڏهن خبر پئي، تڏهن رئيس وڏي کي انهيءَ حالت کان واقف ڪيائون. هن جڏهن مولوي صاحب کان ان جو سبب پڇيو، تڏهن مولوي صاحب پنهنجيءَ ان ڪارروائيءَ جي جواز ۾ اهو جواب ڏنو ته انهيءَ مار ڏيڻ سان مون اوهان جي فرزند جو بخت کوليو آهي. "مار سنوار آهي". اهو انهن استادن جو تڪيو

ڪلام هوندو هو ان وقت ٻارن جا مائٽ استادن جي ڏاڍي عزت ڪندا هئا. رئيس وڏي مولوي صاحب کي ڪجهه به نه چيو. جيتوڻيڪ هو وٽس پگهار دار هو. بلڪ پٽ کي هدايت ڪري، وري به مولويءَ وٽ پڙهڻ لاءِ تاڪيد ڪيائين. جڏهن رئيس صاحب ابتدائي تعليم مان فارغ ٿيو ته کيس حيدرآباد جي مشن اسڪول ۾ انگريزي پڙهڻ لاءِ ويهاريو ويو. اهو اسڪول رئيس صاحب جي بنگلي واري جاءِ تي، ميرن جي قبن جي پر ۾ ٺهيل هو. اتي چار درجا پڙهي، پوءِ رئيس غلام محمد وري اين. اي. اڪيڊمي هاءِ اسڪول (حيدرآباد) ۾ اچي پڙهڻ لڳو. سگهوئي سندس والد رئيس ميان ولي محمد خان 1890ع ۾ وفات ڪئي. سندس پٽ صغير هئڻ ڪري، ملڪيت ڪورٽ آف وارڊس جي سنڀال هيٺ آئي. تنهن ڪانپوءِ رئيس صاحب کي ڪراچيءَ جي سنڌ مدرسي ۾ پڙهڻ لاءِ موڪليو ويو. جتي ڪجهه وقت تعليم جاري رکيائين.

رئيس غلام محمد ننڍي هوندي کان ئي خوددار ۽ آزاد خيال ٿيندگر هو. هڪ ڏينهن ڪنهن ڳالهه تان مدرسي جي انگريز پرنسپال، مسٽر پرسي هائيڊ، کيس ٺوڪي چيو ته "تون لائق (جينٽل مئن) انسان نه ٿو ڏسڻ ۾ اچين." ان تي رئيس صاحب بنا دٻ جي کيس جواب ڏنو ته: "اوهان کي غلط خيال ويٺل آهي. آءُ نه صرف شريف آهيان، پر شريف گهراڻي جو فرد آهيان". ان ڪانپوءِ انهيءَ اٿبٺت ڪري رئيس کي مدرسو ڇڏڻو پيو ۽ وڌيڪ تعليم لاءِ هو عليگڙهه ويو. جتان مئٽرڪ پاس ڪيائين. امتحان پاس ڪرڻ بعد موٽي اچي پنهنجي زميندارِيءَ جي ڪاروبار ۾ مشغول ٿيو ان وقت سندس زمين ڪورٽ آف وارڊس مان آزاد ٿي چڪي هئي. پاڻ ان وقت پنجويهن ورهين جو نوجوان هو ۽ ممڪن هو ته ٻين تعليم يافته زميندارن وانگر هي به وڏيرڪي زندگي گذارڻ لڳي ها. پر سنت ئي کيس هڪ اهڙو واقعو پيش آيو جنهن سندس غيرت کي جهنجهوڙي، سندس زندگيءَ ۾ وڏو انقلاب آڻي ڇڏيو.

رئيس جي مزاج ۾ تبديليءَ بابت روايت ڪجهه هن ريت بيان ڪئي وڃي ٿي هڪ دفعي پاڻ شادي پلي اسٽيشن تي لهي، گوٺ وڃڻ لاءِ رات جو اچي ڊاڪ بنگلي ۾ رهيو ساڍيس ٻارنهن بجا هئا ۽ بارش پئجي رهي هئي. ان وقت ڪو روينيو کاتي جو نوڪر آيو ۽ کيس چيائين ته: ڊويزن جو اسسٽنٽ ڪليڪٽر صاحب (انگريز) اچڻ وارو آهي، تنهنڪري بنگلو خالي ڪريو. رئيس صاحب ان کي چيو ته رات آهي، بارش پئجي رهي آهي، ٻارنهن بجا ساڍا آهن. هن وقت ڪيڏانهن وڃي سگهندس. بنگلو وڏو آهي، صاحب هڪ طرف رهي سگهي ٿو وغيره. پر اهو ملازم بنگلي خالي ڪرڻ لاءِ اسرار ڪندو رهيو. ان وقت انگريز عملدار پاڻ کي سياهه ۽ سفيد جا مالڪ ۽ حڪمران قوم جا فرد سمجهي، عام ماڻهن ۽ زميندارن کي گهٽ نظر سان ڏسندا هئا. صاحب بهادر کي جڏهن معلوم ٿيو ته سنڌ حد جي هڪ زميندار اهڙي خودسري ڏيکاري آهي، جو بنگلي خالي ڪرڻ کان به انڪار ڪيو اٿس. سو غصي ۾ اچي، رئيس صاحب کي نقصان پهچائڻ لاءِ، گهات ڳولڻ لڳو. ٻئي طرف رئيس صاحب عملدارن جي روش کي ننڍڻ لاءِ زميندارن کي سڏائي، احتجاج شروع ڪيو. قصو وڌي ويو ۽ رئيس صاحب کي قلم 110 هيٺ رجوع ڪرڻ جا منصوبا سٽجڻ لڳا. رئيس صاحب دوستن جي مشوري سان انهن حالتن هيٺ 1905ع ۾ وڌيڪ پڙهڻ لاءِ انگلينڊ هليو ويو اتي ٽي سال رهي پيو ۽ 1908ع ۾ بئريسٽريءَ جي سند وٺي، موٽي سنڌ آيو انگلينڊ ۾ رهائش دوران ڪهڙين دوستين ۽ لاڳاپا پيدا ڪيائين ۽ ڪهڙين تحريڪن ۾ شرڪت ڪيائين. تنهن جو تفصيل نه ٿو ملي. ليڪن هيءَ ڳالهه صاف ظاهر آهي ته اتي جي آزاد هوا ۾ سندس آزاديءَ واري جذبي ۾ اضافو ٿيو جڏهن موٽي آيو تڏهن سندس اڳيان ڪي سياسي مقصد هئا. جن کي نظر ۾ رکي، ڳوٺاڻي زندگيءَ مان نڪري، حيدرآباد شهر ۾ وڪالت جي فرم کوليائين ان لاءِ سندس ۾ ڪارڻ معلوم ٿين ٿا. هڪ ته شهر زندگيءَ سان وابسته رهڻ ڪري هو سهولت سان سياست ۾ حصو وٺي ٿي سگهيو ۽ ٻيو ته وڪالت جي ڌنڌي اختيار ڪرڻ ڪري کيس سرڪاري عملدار ڪا اجائي سجائي تڪليف پهچائي نه ٿي سگهيا.

**سياسي زندگي:** ان وقت حيدرآباد شهر سياسي، سماجي ۽ تعليمي سرگرمين جو مرڪز بڻيل هو مولانا عبيدالله سنڌيءَ، امروٽ کان لڏي پير صاحب جهنڊي جي ڳوٺ ۾ اچي 'مدرسه دارالارشاد' کوليو هو سو به وقت بوقت پيو حيدرآباد ايندو ويندو هو ان ڪانسواءِ پنجاب جي گروڪل آشرم 'جي سنياسي ساڌن، حيدرآباد کي علم ۽ تهذيب جو مرڪز ڄاڻائي هڪ برهم آچاريه آشرم، ٽئين نمبر ٽلاءَ جي پر ۾ اچيءَ پل وٽ اچي کوليو هو جتي نوجوان هندو ڪارڪن پيدا ڪرڻ لاءِ، ڪاڪا ڪليڪٽر ۽ آچاريه جيوت رام ڪرپالاڻيءَ جهڙا لائق معلم، ماستر ٿي پڙهائڻ لڳا هئا. آچاريه ڪرپالاڻي جو وڏو پاڻ شيخ عبدالرحيم جي نالي سان مسلمان ٿي چڪو هو ۽ هو نوجوان تعليم يافته عاملن کي مسلمان بنائڻ جي تحريڪ حيدرآباد مان ئي هلائڻ شروع ڪئي هئي.

رئيس صاحب خوش خلق، يار ويس، مهمان نواز ۽ هٺ جو ڪشادو اڳي ئي هو. تنهنڪري حيدرآباد ۾ رهڻ سان هو دوستن ۽ همدردن جو هڪ وسيع گروهه پيدا ڪري ورتو. جنهن ۾ مسٽر سنتداس منگهارام، مسٽر جيٺمل پرسرام، مسٽر جيرامداس دولترام ۽ ٻيا سندس ساٿي ٿي ڪم ڪرڻ لڳا. مسٽر حافظ عبدالقادر بئريسٽر، مسٽر عبدالرحمان بئريسٽر ۽ مسٽر عبدالجبار به سندس فرم ۾ داخل ٿي، وڪالت سان گڏ، ملڪي سياسي سرگرمين ۾ حصو وٺڻ لڳا. سگهو ئي شيخ عبدالمجيد سنڌي مسلمان ٿي اچي رئيس صاحب وٽ رهڻ لڳو. جنهن کي "الامين" اخبار جي ايڊيٽريءَ جي چارج ڏني وئي. رئيس غلام محمد جي آفيس نالي ۾ وڪالت جي جاءِ هئي، پر حقيقت ۾ سياسي ۽ سماجي ڪم ڪار جو اڏو ٿي چڪي هئي. ڪيئي نوجوان وڪيل ان ۾ وڪالت سان گڏ سياسي تربيت به حاصل ڪندا هئا. رئيس صاحب سگهو ئي ڪراچيءَ جي مکيه ڪارڪنن سان لاڳاپو پيدا ڪيو جن ۾ سيٺ هرچند راءِ وشنداس، غلام علي ڇاڳلا، سيٺ يوسف علي علوي، غلام حسين قاسم ۽ مسٽر جعفر فدو هئا. انهيءَ زماني ۾ اتي هڪ "اسلام ڪلب" نالي سان مرڪز به قائم ڪيو ويو جنهن جي عمارت گانڌي گارڊن جي پرپان هئا. جتي ٻاهريان صاحب اچي رهندا هئا ۽ پاڻ ۾ ملي صلاح مصلحت به ڪندا هئا. اها پوريءَ طرح خبر پئجي نه ٿي سگهي ته ڪانگريس تحريڪ سان رئيس صاحب جا لاڳاپا انگلنڊ جي رهائش واري وقت ۾ پيدا ٿيا هئا يا هتي ڪراچيءَ ۽ حيدرآباد جي دوستن جي سنگت ۾، پر معلوم ائين ٿئي ٿو ته 1909ع ڌاري هو ڪانگريس جو ميمبر ٿي چڪو هو.

انهيءَ وقت ۾ 'منٽو مارلي ريفارمس' موجب نيون چونڊون ٿيڻ واريون هيون. سنڌ کي بمبئي ليجسليٽو ڪائونسل لاءِ ڇهن عيوضين چونڊڻ جو حصو مليو هو. جن جا تعلق هن ريت هئا: (1) سنڌ جي ميونسپالٽين طرفان

هڪ عيوضي، (2) سنڌ جي لوڪل بورڊن طرفان هڪ عيوضي، (3) زميندارن ۽ جاگيردارن طرفان هڪ عيوضي، (4) ڪراچي چيمبر آف ڪامرس (يورپين) طرفان هڪ عيوضي.

اهي چونڊون 1909ع جي آخر ۾ ٿي گذريون، جن ۾ هيٺيان عيوضي ممبئي ڪائونسل تي چونڊجي ويا:

(1) ميونسپالٽين طرفان سيٺ هرچند راءِ وشنداس، (2) لوڪل بورڊ طرفان سيد ميان الهندو شاهه ولد محمد علي شاهه ڏيري وارو، (3) زميندارن ۽ جاگيردارن طرفان رئيس غلام محمد خان ولد رئيس ولي محمد خان پرڳڙي، (4) چيمبر آف ڪامرس طرفان (مسٽر) مانٽيگو ويب چونڊيا ويا.

ممبئي ڪائونسل ۾ سيٺ هرچند راءِ ۽ رئيس صاحب ٻنهي دوستن جو چونڊجي وڃڻ سنڌ لاءِ نيڪ فال هو سيٺ هرچند راءِ اڳي ئي ٻارهن جي زماني ۾ ست سال کن ممبئيءَ ۾ رهي آيو هو جتي ڪيترن ئي قومي ڪارڪنن سان لاڳاپا پيدا ڪري ويو هو هو 1888ع کان ڪانگريس ۾ حصو وٺندو آيو هو. رئيس صاحب کان عمر ۾ سورهن سال وڏو هو هنن گڏجي وڃي غير سرڪاري پارٽيءَ ۾ شموليت ڪئي جنهن جي ليڊر ڪانگريس جو مکيه اڳواڻ سر فيروز شاهه مهتا هو نشين، ڪائونسل جو پهريون اجلاس 4 جنوري 1910ع تي ممبئيءَ ۾ ڪٺو ٿيو. ان کانپوءِ 1920ع تائين ٻئي گڏجي ممبئي ڪائونسل ۾ ڪم ڪندا آيا. 1916ع جي چونڊ خانبهادر سيد الهندو شاهه مرڪزي اسيمبليءَ تي چونڊجي ويو ۽ ان جي جاءِ تي لوڪل بورڊ طرفان سر غلام حسين هدايت الله چونڊيو.

ڪائونسل جي پوريءَ مدت ۾ رئيس صاحب جيڪي ڪائونسل ۾ سوال پڇيا، ٺهراءَ آندا ۽ بل پيش ڪيا، يا مختلف موقعن تي تقريرون ڪيون، تن لاءِ ممبئي ڪائونسل جون ڪارروايون پڙهڻ ۽ کوجنا ڪرڻ جي ضرورت آهي. هتي صرف سندس مکيه ڪمن جو مختصر بيان ڏجي ٿو:

1. هن مسلمانن ۾ تعليم جي ڪمي محسوس ڪندي هڪ مسلم ايجوڪيشن سيس بل تيار ڪري ڪائونسل ۾ پيش ڪيو جنهن موجب مسلمان زميندارن کان ريئي تي هڪ پئسو فنڊ وصول ڪري، مسلم ٻارن جي تعليم تي خرچ ڪرڻو هو مسلمان زميندار، مسلمانن جي تعليم لاءِ هندن وانگر هاءِ اسڪول وغيره کولائڻ واسطي تيار نه هئا. هنن جو سمورو پئسو عياشيءَ، فضول خرچين ۽ شڪارن تي خرچ ٿيندو هو. تنهنڪري رئيس صاحب ان جو علاج اهيءُ ٻڌو ته سيس ذريعي پئسا وصول ڪرائي، سرڪار جي معرفت تعليم تي خرچ ڪجن. جڏهن اهو بل ڪائونسل اڳيان پيش ٿيو ۽ سيٺ هرچند راءِ ۽ ٻين سندس سائين ان جي تائيد ڪئي، تڏهن سرڪار مجبور ٿي، ان کي رد ڪرائڻ جي عيوض عام راءِ معلوم ڪرڻ لاءِ، موٽايو ۽ راءِ وٺڻ لاءِ هڪ ڪاميٽي به مقرر ڪئي. رئيس پاڻ سڄي سنڌ ۾ گشت ڪري وڃي زميندارن کي اهيءَ تجويز جي فائدي کان واقف ڪيو. پر بدقسمتيءَ سان لاڙڪاڻي جي چند خود مطلبي زميندارن ان جي مخالفت ڪئي. چيائون: هاري ناري پڙهندا ته جوڻ کان ٻاهر نڪري ويندا. تنهنڪري زميندار جو انهن لاءِ خرچ ڪيا ان تي ممبئي سرڪار کي وجهه ملي ويو ۽ انهن زميندارن جي مخالفت جي عذر تي بل کي ڇڏي ڇڏيو. سرڪار خود سنڌ ۾ تعليم عام ٿيڻ جي خلاف هئي. ان جي خيال ۾ هڪ ڪانگريسي، طرفان اهڙي بل جو پاس ڪرائڻ، ڪانگريس کي زور وٺائڻ جي برابر هو.

2. رئيس غلام محمد پرڳڙيءَ سنڌ ۾ رسائيءَ ۽ لاپي جون خرابيون ڏٺيون هيون. ڪيس معلوم هو ته جڏهن ڪامورا گشت تي ويندا هئا، تڏهن سندن منزلن وقت وڏا انتظام ٿيندا هئا. زميندارن طرفان ڪير، چيلا، مکڻ، بيضا، گاهه ميسر ڪرڻ، پاڻي پرائڻ، شڪار ڪرائڻ ۽ ٻين اهڙن ڪمن لاءِ هارين کي بيگر ۾ وهايو ويندو هو سختيءَ سان ڪم وٺڻ ۽ موچڙي مار ڪرڻ کان پوءِ به کين ماني ڪا نه کارائي ويندي هئي. پٽيوالن، نائڪن ۽ ڪارڪن کي خرچيون ڏيڻيون پونديون هيون. منزل جي سيڌي سامان، ميوي، شراب، ويندي برف تائين سڀ شيءِ جو انتظام روينيو يا ٻئي کاتي جي مقامي ملازمن کي ڪرڻو پوندو هو انهيءَ واسطي هر هڪ آباد نمبر تان سرڪاري ڍل وٺڻ مهل هڪ رقم الڳ ورتي ويندي هئي، جا لاپي جي نالي سان مشهور هئي. اها رقم تعلقي آفيس ۾ ڪٺي ٿيندي هئي، جنهن جو حساب ڪتاب رکيو ويندو هو. سنڌ جڻ ته ڪامورن جو شڪار گاهه ۽ مرغزار بڻيل هئي. انهيءَ ظلم کان سنڌين کي آجو ڪرڻ لاءِ، هن ممبئي ڪائونسل ۾ هڪ ٺهراءُ آندو ۽ زوردار تقرير ڪئي، ٻين سندس سائين پڻ مدد ڪيس، تنهن سرڪار مجبور ٿي هڪ انڪوائري ڪميشن مقرر ڪئي، جنهن جو چيئرمين جسٽس هيورڊ هو ان جا ميمبر سيٺ هرچند راءِ وشنداس، شيخ غلام حسين، مسٽر ساهڻي ۽ محمود شاهه هئا. رسائي ڪميشن 3 اپريل 1918ع کان ڪراچيءَ مان شاهدين وٺڻ شروع ڪيون. ٽي مهينن جي وچ تائين انڪوائري هلندي رهي، ان اڳيان گهڻا ئي ٿاڻا، انگن اکرن سان خرچ جون بنديون پيش ٿيون، زميندارن ۽ ڪيترن عملدارن صاف چئي ڏنو ته اهو دستور گهڻي وقت کان هلندڙ هو رئيس صاحب شاهدين ڪٺي ڪرائڻ ۾ ڏاڍي جفاڪشي ڪئي. رپورٽ مٿي وڃڻ بعد سرڪار طرفان رسائيءَ خلاف سخت حڪم ڪڍيا ويا، پر عملدارن تي ڪو به اثر ڪو نه پيو. البت خلافت ۽ ڪانگريس هلچل ڪري ملڪ ۾ جا بيداري پيدا ٿي هئي، تنهن هن ۾ گهٽتائي ڪرائي.

3. ممبئي سرڪار طرفان وڏا عملدار اتفاق سان هڪ دفعو سال ۾ سنڌ ۾ ايندا هئا. سو به ٻه ٽي ڏينهن رهي، شڪار ڪري موٽي ويندا هئا. سنڌ ۾ تعليم، صحت، رستن، واهن ۽ ٻين سڌاري جي ڪمن تي توجهه ڪو نه ڏنو ويندو هو ان سان ماٽيجي ماءُ وارو برتاءُ ڪيو ويندو هو رئيس ۽ سندس سائين انهن ڳالهين جي بحيث جي موقعي تي تقريرن ذريعي يا سوالن وسيلي گهڻي اپٽار ڪئي. پر سواءِ چند معمولي ڳالهين جي ممبئي سرڪار تي ڪو به اثر ڪو نه پيو جنهنڪري لاچار ٿي، هو محسوس ڪرڻ لڳا ته انهيءَ ساري مرض جو علاج صرف سنڌ جي ممبئيءَ کان عليحدگي ۾ هو. اڳتي هلي انهيءَ ڳالهه کي سيٺ هرچند راءِ ۽ رئيس جي سائين شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ ۽ سيٺ حاجي عبدالله هارون وغيره زور ورتو ۽ سنڌ کي ممبئيءَ جي عذاب کان آزاد ڪرايو.

4. حڪومت جو خيال هو ته سنڌ هڪ وڏو صوبو آهي. تنهنڪري انتظام جي سهولت لاءِ مڪاني عملدارن کي وڌيڪ اختيار ڏيڻ سان ملڪ جو ڀلو ٿيندو. پر هنن کي اها خبر نه هئي ته ان ڪري ڪاموري ڪلاس جي هڪ هٿ ٿي وئي هئي ۽ رشوت ۽ ظلم جي بازار گرم لڳي پئي هئي. ڪنهن کي مجال نه هئي جو ان جي خلاف آواز ڪڍي سگهي. قلم 110 ۽ فرنٽيئر ريگيوليشن لڳائي، ڪوڙا ڪيس ڪري، آزاد خيال ماڻهن کي هيسايو ويندو هو ڪامورا شاهيءَ جو مڪمل راڄ هو ڪامورن جي انهن اختيارن کي گهٽائڻ لاءِ رئيس صاحب، سيٺ هرچند راءِ ۽ سندن سائين گهڻو آواز

اڳاڙيو، پر ڪنهن به نه ٻڌو. ان وقت ڪامورن جي طاقت، برطانيا سرڪار جي طاقت تصور ڪئي ويندي هئي. انهن جي ڪمزوري برطانيه سرڪار جي ڪمزوري سمجهي ويندي هئي.

5. ٻيا مکيه مسئلا جن ۾ هن دلچسپي ورتي، سي هيٺيان هئا:

(1) اردو پرائمري تعليم لاءِ ٺهراءُ (2) چئريٽيز رجسٽريشن بل (3) ايريگيشن بل (4) ڊسٽرڪٽ ميونسپل بل (5) فري ڪمپلسري، (6) ڪاٽن ڪنٽرول بل (7) ايڊيوڪيشن بل ۽ (8) وليج پنچائت بل وغيره.

سنڌس ڪوشش سان سنڌ جي واهن جو سڌارو ٿيڻ لڳو. آبادگارن کي وڌيڪ سهولتون ملڻ شروع ٿيون ۽ کيتيءَ جي سڌاري لاءِ ايگريڪلچرل فارم کولڻ جي تجويز ٿي. سنڌ جي رستن سڌارڻ لاءِ لوڪل بورڊ کي وڌيڪ گرانٽون ملڻ شروع ٿيون. سيٺ هرچند راءِ "روڊس بل" پيش ڪيو ۽ هن ان جي تائيد ڪئي.

ڪانگريس جي ساليانن جلسن جي جانچ پڙتال مان معلوم ٿيندو ته آل انڊيا ڪانگريس جي الهه آباد واري، ڊسمبر 1910ع واري اجلاس ۾ جو سر وليم ويڊربرن جي صدارت هيٺ ڪوٺايو هو. تنهن ۾ رئيس به سنڌ مان 58 ڄڻن جي جٿي سان گڏجي شريڪ ٿيو هو. ان ۾ سيٺ هرچند راءِ، مسٽر جيرام داس دولترام، مسٽر محمد حافظ بئريسٽر ۽ ٻيا سنڌي شامل هئا. اهو پتو پئجي نه ٿو سگهي ته سنڌ مان 1909ع ۾ آل انڊيا ڪانگريس جي لاهور واري اجلاس ۾ جي ڪيترا سنڌي ويل هئا، انهن مان رئيس صاحب به هو يا نه.

وري ڊسمبر 1911ع ۾ سيٺ هرچند راءِ وشنداس ۽ رئيس پرڳڙي، آل انڊيا ڪانگريس جي ڪلڪتي واري اجلاس ۾ جو مسٽر بشن نارائن ڌر جي صدارت هيٺ ڪوٺايو هو، وڃي شريڪ ٿيا هئا. ان کانپوءِ ڊسمبر 1912ع ۾ بانڪيپور ۾، آل انڊيا ڪانگريس جي اجلاس ۾ به سيٺ هرچند راءِ ۽ رئيس پرڳڙي وڃي شريڪ ٿيا هئا، جتي ٻنهي ڄڻن رٿ ڏني، آل انڊيا ڪانگريس جو ايندڙ ساليانو اجلاس ڪراچيءَ ۾ ڪوٺائڻ لاءِ دعوت ڏني هئي، جا منظور ٿي. ان تي سنڌ جي انگريزي اخبار "سنڌ گزيٽ" لاڳيتا آرٽيڪل لکڻ شروع ڪيا ته جيڪڏهن سنڌ جا مسلمان به ڪانگريس ۾ ويا ته وڏو ظلم ٿي ويندو، پر رئيس صاحب ان جي ڪا به پرواهه نه ڪري، ڪانگريس جي اجلاس کي ڪامياب بڻائڻ لاءِ، مسلمانن جو هڪ گروهه پيدا ڪيو، جنهن هر طرح جي دلچسپي وٺي اجلاس کي ڪامياب بڻايو. انهن مان مکيه ماڻهو سيٺ غلام علي چاڳلا، مسٽر غلام حسين قاسم، مير ايوب خان، مسٽر عبدالرحمان بئريسٽر، مسٽر محمد حافظ بئريسٽر ۽ مسٽر محمد علوي هئا.

ڪانگريس جو اهو اٺاويهون اجلاس، 26 کان 28 ڊسمبر 1912ع تي، ڪراچيءَ ۾ نواب محمد بهادر (جو ٽيپو سلطان جي اولاد مان هو) جي صدارت هيٺ ڪوٺايو هو. مرحبائيءَ ڪاميٽيءَ جو چيئرمين سيٺ هرچند راءِ هو. انهيءَ اجلاس ۾ سر آغا خان، مسٽر محمد علي جناح، لالا لجپتراءِ، مسٽر ڊنشا واڇا ۽ ٻيا ٻاهريان ليڊر پڻ آيل هئا.

ان اجلاس کان پوءِ ڪيترائي سنڌي جناح صاحب ۽ رئيس پرڳڙيءَ سان گڏجي آل انڊيا مسلم ليگ جي آگري ۾ ٿيندڙ اجلاس ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ روانا ٿيا هئا. مسلم ليگ جو اهو اجلاس سر ابراهيم رحمة الله جي صدارت هيٺ 30 ڊسمبر 1913ع تي ڪوٺايو هو، جنهن ۾ ڪيترائي اهم ٺهراءُ پاس ڪيا ويا. جي ڪانگريس جي گڏيل اجلاس ۾ ٿي چڪا هئا. ان وقت مسلم ليگ هندوستان لاءِ خود-حڪومت حاصل ڪرڻ جو ٺهراءُ پاس ڪري چڪي هئي.

ان کان پوءِ آل انڊيا ڪانگريس جو اجلاس 28 ڊسمبر 1914ع تي مدراس ۾ ڀوپيندرا ناٿ بسو جي صدارت هيٺ ڪوٺايو هو. ان ۾ به سنڌ مان ڪيترائي صاحب رئيس پرڳڙيءَ ۽ سيٺ هرچند راءِ سان شامل ٿيڻ لاءِ ويل هئا. انهيءَ موقعي تي هو "اڊيار ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ" جي مرڪز ۾ ويل ٿا ڏسجن ۽ ڊاڪٽر اينِي بيسنٽ سان ملاقات ڪئي اٿن، جنهن جو اثر اڳتي هلي رئيس صاحب جي زندگيءَ تي گهڻو پيو ٿو ڏسجي.

ان کان پوءِ آل انڊيا ڪانگريس جو اجلاس ممبئيءَ ۾ 27 کان 29 ڊسمبر 1915ع تي سر ايس. پي سنها جي صدارت هيٺ ڪوٺايو هو. انهيءَ شهر ۾ ساڳئيءَ وقت 30 ڊسمبر 1915ع تي آل انڊيا مسلم ليگ جو اجلاس مولوي مظهر الحق جي صدارت هيٺ ڪوٺايو. انهن ٻنهي اجلاسن ۾ سنڌ مان رئيس صاحب سان گڏ غلام علي چاڳلا، مسٽر محمد حافظ، شيخ عبدالمجيد، ڊاڪٽر شيخ نور محمد ۽ شيخ غلام حسين هدايت الله ويل هئا. شيخ عبدالمجيد صاحب انهن ڏينهن ۾ رئيس صاحب جو سياسي مشير هو. مسلم ليگ ۾ انهن ڏينهن ۾ مولانا ابوالڪلام آزاد، ڊاڪٽر مختيار احمد انصاري ۽ جناح صاحب شريڪ ٿيڻ لڳا هئا. جن جي ڪوشش سان ٻنهي جماعتن هڪ ٻئي جي ويجهو ٿي ڪم ڪرڻ لڳيون هيون. ممبئيءَ ۾ گهڻي وقت رهڻ ۽ ڪانگريس ۽ مسلم ليگ ۾ گڏجي ڪم ڪرڻ ڪري، رئيس صاحب ۽ جناح صاحب جا هڪ ٻئي سان دوستاڻا تعلقات قائم ٿي ويا هئا.

ڪجهه وقت کان پوءِ هندوستان جي مختلف صوبن ۾ پراونشل ڪانفرنسون سڏائي، انهن جي ذريعي مڪاني مسئلن تي صلاح مصلحت ۽ ٺهراءُ بحال ڪيا ويا. سنڌ ۾ اهڙي قسم جي پهرين ڪانفرنس 1908ع ۾ ڪراچيءَ ۾ مسٽر اين. جي. چندرورڪر جي صدارت هيٺ سڏائي وئي هئي. ان کان پوءِ وري مٺ ٿي وئي. ان پوءِ ٻئي سال حيدرآباد ۾ ڪانفرنس ٿي. جنهن کان پوءِ 1916ع ۾ رئيس صاحب جي صدارت هيٺ لاڙڪاڻي ۾ ڪانفرنس ٿي. جنهن جي مرحبائي ڪاميٽيءَ جو چيئرمين مسٽر لالچند نولراءِ هو. انهيءَ ڪانفرنس ۾ ڪيترا اهم ٺهراءُ پاس ٿيا.

ٻئي سال 26 کان 28 ڊسمبر 1916ع تي آل انڊيا ڪانگريس جو اجلاس بابو امبيڪا چرن جي صدارت هيٺ لکنوءَ ۾ ڪوٺايو ۽ انهيءَ موقعي تي 31 ڊسمبر 1916ع تي ساڳئي شهر ۾ مسٽر محمد علي جناح جي صدارت هيٺ مسلم ليگ ۾ ان وقت ڪافي چڱو اثر پيدا ٿي ويو هو. راجا صاحب آف محمودآباد، سر علي محمد خان سان سندس دوستاڻا تعلقات ٿي ويا هئا. جنهنڪري انهيءَ موقعي تي جناح صاحب ۽ رئيس صاحب، راجا صاحب جا خاص مهمان ٿي رهيا هئا. ان وقت سنڌ مان مسٽر محمد حافظ ۽ ٻيا رئيس صاحب سان گڏ هئا. انهيءَ موقعي تي مسٽر هرچندراءِ وشنداس، رئيس صاحب ۽ جناح صاحب جي ڪوشش سان ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي وچ ۾ هڪ سمجهوتو ٿيو جنهن کي بعد ۾ "لکنؤ پيڪٽ" جي نالي سان سڏيو ويو. ان کان پوءِ ڊسمبر 1917ع ۾ آل انڊيا ڪانگريس جو اجلاس ڪلڪتي ۾ ڊاڪٽر اينِي بيسنٽ جي صدارت هيٺ ڪوٺايو. ڊاڪٽر اينِي بيسنٽ 'هوم رول ليگ' جي ڪري ڪانگريسي حلقن ۾ شهرت حاصل ڪري ورتي هئي. هن رئيس صاحب کي ڪانگريس جو جنرل سيڪريٽري چونڊرايو، جنهنڪري هو آل انڊيا ڪانگريس جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي

ميمبر جي حيثيت سان بہ ڪم ڪرڻ لڳو. سنڌ مان بہ اهو اعزاز مسٽر جيرامداس دولت رام ۽ آچاريہ ڪرپالاڻيءَ کي مليو. پر ٻئي ڄڻا هن بہ مسلمان کي نہ ملي سگهيو.

ٻئي سال جون 1918ع ۾ ڊاڪٽر اينِي بيسنٽ کي نظربند ڪيو ويو. سنڌس ٻوٽلڳن مان بہ ڪيترن کي جيل ۾ موڪليو ويو، جن مان مسٽر جيٺمل پرسرام "سنڌ واسي" اخبار جي ايڊيٽر کي بہ سال قيد جي سزا ڏني وئي. ان کانپوءِ آگسٽ 1918ع ۾ ممبئيءَ ۾ ڪانگريس جو خاص اجلاس سڏايو ويو. ان وقت 'مانٽيگو چيلمسفورڊ رفارمس' بابت تجويز منظور ٿي چڪي هئي. ڪانگريس ۾ ٻہ گروهہ پيدا ٿي پيا هئا. جن ۾ نرم ڌر وارن رفارمس کي آزمائڻ چاهيو ٿي ۽ گرم ڌر وارن ان جو بائيڪاٽ ڪرڻ گهريو ٿي.

حڪومت جي سخت پاليسي اختيار ڪرڻ ڪري ملڪ ۾ ناراضپو وڌي ويو هو. تنهنڪري نرم ڌر وارا انهيءَ خيال کان تہ ڪانگريس اجلاس ۾ بائيڪاٽ جي قانديءَ ۾ ڪثرت راءِ ٿي ويندي، اجلاس ۾ شريڪ نہ ٿيا. ان کانسواءِ سرڪار 'هوم رول ليگ' جي طرفدارن ۽ آزاد خيال ماڻهن تي سختي ڪئي هئي. انهيءَ سلسلي ۾ رئيس جي حيدرآباد واريءَ آفيس جي تلاشي ورتي وئي هئي. مولانا عبيدالله سنڌي، ملڪ ڇڏي افغانستان ۾ وڃي ويٺو هو، هو اتان هندستانين سان انگريزن خلاف لکپڙهہ هلائيندو رهندو هو. تنهن جي 'سلڪ ليٽر' (ريشمي رومال) پڪڙجڻ (ڏسو: تحريڪ ريشمي رومال) کان پوءِ رئيس جي "الامين" اخبار جي ايڊيٽر شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ کي 1916ع ۾ اڳي ئي جيل موڪليو ويو هو. حڪومت کي اهو پڪو گمان هو تہ مولانا جي تحريڪ سان پرڳڙي صاحب جي همدردي آهي، ليڪن ڪا ثابتي ملي نہ سگهي. عملدار ان ڪري سازش سٽي رهيا هئا تہ ڪنهن ڪوڙي ڪيس ۾ رئيس کي ڦاسائين. انهيءَ ڳالهہ کان بچڻ لاءِ ڪيس دوستن طرفان اهو مشورو ڏنو ويو تہ ڪجهہ وقت لاءِ پاڻ انگلنڊ هليو وڃي. ان ڪري هو 1918ع جي وچ ڌاري انگلنڊ هليو ويو ۽ اتي وڃي خلافت تحريڪ، هندستان جي آزاديءَ لاءِ ڪم ڪندو رهيو (ڏسو: تحريڪ خلافت).

انهيءَ وقت مسٽر مانٽيگو، سيڪريٽري آف اسٽيٽ فار انڊيا "انڊيا بل" پارليامينٽ اڳيان پيش ڪري چڪو هو. جنهن ٻنهي هائوسن جي سليڪٽ ڪاميٽي، لارڊ سيلبورن جي چيئرمينيءَ هيٺ مقرر ڪئي. ڪاميٽيءَ جي اڳيان شاهدين ڏيڻ لاءِ هندستان مان ڪيترا ليڊر ويا. آل انڊيا مسلم ليگ طرفان سيٺ يعقوب، مسٽر محمد علي جناح ۽ رئيس پرڳڙيءَ شاهدي ڏني، جنهن ۾ مسلمانن جو نقطہ نگاهہ پيش ڪيو ويو. انهيءَ سال آڪٽوبر ۾ پهرين مهاڀاري لڙائي اتحادين جي فائدي ۾ ختم ٿي هئي. غازي انور پاشا ۽ طلعت پاشا، حالتون سازگار نہ ڏسي، ملڪ ڇڏي ويا هئا. انگريزن جو جنگي ٻيڙو وڃي استنبول پهتو هو. جنهن سلطان محمد خامس جهڙي ڪمزور ماڻهوءَ کي حڪومت ۾ آڻي انهيءَ کان مرضيءَ موافق شرط قبول ڪرايا هئا.

انهن حالتن کي ڏسي هندستاني مسلمانن ۾ سخت بيچيني پيدا ٿي. حڪومت انهيءَ کي هٽائڻ لاءِ ڪيئي طريقا اختيار ڪيا. سنڌ ۾ ڪن ڪامورن جي معرفت، مولوي فيض الڪريم موري واري کان هڪ رسالو لکايو ويو، جنهن ۾ ترڪن جي خلافت کي غلط قرار ڏنو. انگريزن جي اشاري تي ترڪن سان بغاوت ڪندڙ شريف حسين جي تائيد ڪيل هئي. انهيءَ تي سنڌ جي مولوين ۽ پيرن کي، ڪامورن ويچاري صحيحون پئي ورتيون. رئيس کي جڏهن لنڊن ۾ انهيءَ ڳالهہ جو پتو پيو تہ "الامين" اخبار ذريعي هڪ خط ۾ پيرن کي سندن بزدليءَ تي سخت تنبيهہ ڪئي هئائين. جنهن تي ڪيترا مٿس ناراض ٿي پيا هئا.

جنوري 1920ع تي رئيس انگلينڊ مان واپس موٽي سگهيو ٿي 15 کان 17 فيبروري 1920ع تي ممبئيءَ ۾ آل انڊيا خلافت ڪانفرنس جي صدارت لاءِ کيس چونڊيو ويو. ان ڪانفرنس ۾ ڏهاڪو هزار ماڻهو شريڪ ٿيا هئا. مرحباٿي ڪاميٽيءَ جو صدر چوٿائي هو. کيس صدر چونڊڻ لاءِ دستوري تجويز مولانا عبدالباريءَ پيش ڪئي هئي ۽ سر فاضل ڀائي ڪريم ڀائي ان جي تائيد ڪئي هئي. انهيءَ اجلاس ۾ جن مکيہ ماڻهن شرڪت ڪئي هئي، تن مان ڪن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا. جن مان پتو پئجي سگهندو تہ ڪهڙن بزرگن کيس صدارت جو لائق سمجهي، انهيءَ لاءِ چونڊيو هو:

مولانا عبدالباري فرنگي محلي، مولانا ابوالڪلام آزاد، مولوي ظفر علي خان لاهوري، ڊاڪٽر سيف الدين ڪڇلو، مسٽر گورتنداس، مولانا آزاد سبحاني، مولانا فضل حسين حسرت موهاني، پير رشد الله جهنڊي وارو، مولانا شاهہ سليمان قلواري، مولوي ابوالقاسم فضل الحق بنگال وارو، جمناداس دوارڪا داس، سر فاضل ڀائي ڪريم ڀائي، مسٽر محمد علي جناح، مولانا دائود غزنوي ۽ حاجي عبدالله هارون وغيره.

ابتدا ۾ سيٺ چوٿائيءَ استقباليہ ڪاميٽيءَ طرفان خطبو پڙهيو. ان کان پوءِ رئيس صاحب پنهنجي صدارتي خطبي ۾، جيڪو ڪافي تفصيلي هو، فرمايو تہ: ترڪيءَ جو مسئلو سڄيءَ دنيا جي قومن جي گڏيل تعلقات ۽ برطانوي سلطنت جي مفاد جي خيال کان نهايت اهم آهي. تنهنڪري برطانيہ سرڪار کي دنيا جي مسلمانن جي جذبن کي ڏڪوڻ نہ گهرجي. هتي کي گهرجي تہ سنڌي ذميدار حاڪمن طرفان ڪيل وعدن کي پاڻي ڏين. پوءِ ممبئي سرڪار کي استدعا ڪيائين تہ سنڌي ڪي ڪامورا خلافت تحريڪ جي مخالفت ڪري، سرڪار کي بدنام ڪري رهيا آهن، تن کي سزا ڏني وڃي. مسلمانن کي مشورو ڏنائين تہ تحريڪ کي مؤثر بنائڻ لاءِ يورپ ۽ دنيا جي ٻين ملڪن ۾ ان مسئلي جي اهميت جي پرچار طرف توجهہ ڏنو وڃي. ان اجلاس ۾ جيڪي ٺهراءُ پاس ڪيا ويا، انهن مان مکيہ هينيان آهن: (1) مولانا محمد عليءَ جي سرڪردگيءَ ۾ ولايت موڪليل وفد تي اعتماد جو اظهار ڪيو ويو (2) ولايت موڪلڻ جي لاءِ ٻئي وفد جي تجويز پاس ٿي. (3) ٽيون وفد عرب ملڪن ۾ موڪلڻ جو ٺهراءُ پاس ٿيو، جو اتي وڃي منجهائن باهمي اختلاف کي دور ڪرائي، صلح ڪرائڻ وارو هو (4) ٽيهہ لک روپيا انهيءَ ۽ ٻئي خلافت تحريڪ جي ڪم لاءِ گڏ ڪرڻ جو ٺهراءُ پاس ٿيو (5) برٽش سرڪار کي عرض ڪيو ويو تہ جزيرة العرب مان پنهنجون فوجون واپس گهرائي وٺي. (6) ممبئي سرڪار کي استدعا ڪئي وئي تہ جن آفيسرن خلافت جي سوال ۾ دست اندازي ڪئي آهي، تن کي سزا ڏني. (7) عالمن ۽ پيرن کي عرض ڪيو ويو تہ جزيرة العرب ۽ خلافت جي حفاظت لاءِ معتقدن کان بيعت وٺن.

1920ع ۾ نئين رفارمس موجب صوبي ۽ مرڪزي ڪائونسلن جون چونڊون ٿيون. ڪانگريس بائيڪاٽ جو ٺهراءُ پاس ڪري چڪي هئي. جيتوڻيڪ سنڌس نرم گروهہ ڪائونسل ۾ وڃڻ قبول ڪيو هو. پر رئيس پرڳڙي، انهيءَ ٺهراءُ جو احترام ڪري، چونڊ ۾ نہ بيٺو. ان کانپوءِ سرڪار کيس 'ڪائونسل آف اسٽيٽ' تي نامزد ڪيو ۽ هن دوستن جي اسرار تي اتي رهڻ قبول ڪيو.

پر اڳتي هلي، سرڪار جي سختيءَ واري پاليسيءَ تي احتجاج ڪندي استعيفيٰ ڏئي ڇڏيائين. ان وچ ۾ جيئن ته سپ نرم ڌر وارا پوئتي رهجي ويا هئا ۽ گرم ڌر وارا ڪانگريس تي قبضو ڪري ويا هئا، تنهنڪري هو به مات ۾ رهيو. سندس ڪن دوستن وڃي عهدا ورتا. جهڙوڪ: راجا صاحب محمودآباد، گڏيل علائقن ۾ ايگزيڪيوٽو ڪائونسل جو ميمبر ٿيو.

سيٺ هرچند راءِ وشنداس 1920ع ۾ ڪانگريس جي بائيڪاٽ هوندي هند اسيمبليءَ لاءِ اميدوار بيهي چونڊجي ويو. وري 14 نومبر 1923ع ۾ ٻئي دوست مرڪزي اسيمبليءَ ۾ اميدوار بيهي چونڊجي ويا ۽ جناح صاحب جي 'انڊيپينڊنٽ پارٽيءَ' ۾ شريڪ ٿيا. باوجود انهيءَ رخ جي هو هميشه قومي سوالن ۾ ٻرڪ ڪم ڪندا هئا.

31 مارچ 1923ع تي لکنوءَ ۾ آل انڊيا مسلم ليگ جو اجلاس ڪٺو ٿيو، جنهن جي صدارت رئيس پرڳڙيءَ ڪئي. ان ۾ مکيه ڪارڪنن مان ڪيترا شريڪ نه ٿي سگهيا، ڪي جيل ۾ هئا ۽ ڪجهه ان کي نرم جماعت سمجهڻ لڳا هئا. ان ۾ مکيه ماڻهو رڳو سندس دوست سر علي محمد صاحب راجا آف محمود آباد شريڪ ٿيو جو ان وقت يو. پي. سرڪار جو هوم ميمبر هو. انهيءَ اجلاس جي استقباليه ڪاميٽيءَ جو چيئرمين شيخ شاهد حسين تعلقدار گڏيه هو. شيخ صاحب اهو خطبو پڙهيو جنهن ۾ مختلف پهلوئن تي بحث ڪيل هو. ان کان پوءِ رئيس صاحب هڪ ڊگهو خطبهٴ صدارت 58 صفحن تي مشتمل پڙهيو جيڪو نهايت عالمانه ۽ همه گير هو.

شروعات ۾ هن مسئلي خلافت تي روشني وڌي ۽ پوءِ مسٽر لائڊ جارج وزيراعظم انگلستان جي مسلم آزار پاليسيءَ جو ذڪر ڪيائين. هن چيو ته لائڊ جارج جي وزيراعظميءَ تان لهڻ بعد ڪيس اميد هئي ته برطانيه سرڪار جي پرڏيهي پاليسيءَ ۾ ڪجهه تبديلي ايندي، ليڪن 'لوزان معاهدي' جي آڇيل شرطن مان معلوم ٿئي ٿو ته اها اڃا نه بدلي آهي. اميد آهي ته ترڪ انهن کي موجوده حالتن ۾ گهٽيءَ تبديليءَ کان سواءِ قبول نه ڪندا.

ان کان پوءِ هن ترڪيءَ ۾ ڌارين ملڪن جي رهاڪن کي مليل رعايتن جي نقصانن جو ذڪر ڪري، انهن کي ختم ڪرڻ تي زور ڏنو.

پوءِ گهڻيءَ سمنڊن جي آزاديءَ واري سوال تي بحث ڪندي، انهيءَ اصول کي مسلم قرار ڏيندي، هن چيو ته مغربي ملڪ دره دانيال جي کليل ۽ گڏيل قبضي رکڻ تي جو زور ڏئي رهيا آهن ۽ جبرالٽر، اوهيو، منڊب، ملاڪا ۽ نهر سويز وغيره کي به اهڙيءَ طرح آزاد ڪرڻ تي زور ڇو نه ٿو ڏنو وڃي. صرف دره دانيال تي زور ڏيڻ مان سامراجي منصوبي جي بوءِ اچي ٿي.

پوءِ هن ترڪيءَ ۾ اقليتن جي سوال تي بحث ڪيو ۽ چيائين ته: هندستان وانگر انهن کي جداگانه چونڊ ۽ نمائندگي ڏيڻ لاءِ گفتگو ٿي سگهي ٿي، ليڪن ڪين ملڪ جي حصي ڏيڻ لاءِ، مغربي طاقتون زور لڳائي رهيون آهن، سا ڳالهه قابل قبول ٿي نه ٿي سگهي.

رئيس غلام محمد پرڳڙي، عرب ملڪن جو ذڪر ڪندي چيو ته عرب ملڪن ترڪي سلطنت خلاف بغاوت ان لاءِ نه ڪئي هئي ته ترڪن جي حڪومت کان نڪري، مغربي حڪومتن جي تسلط هيٺ اچن. دنيا جي مسلمانن جو فرض آهي ته ڪين انهيءَ نئين غلاميءَ مان آزادي ڏيارڻ ۾ مدد ڪن. هن اميد ظاهر ڪئي ته جلد عرب ملڪ گڏجي پنهنجون آزاد متحده رياستون قائم ڪندا.

مغربي طاقتن جي ايشيا ۽ آفريقا تي تسلط جو ذڪر ڪندي ظاهر ڪيائين ته ان مصيبت کان ڇوٽڪاري لاءِ واحد علاج اهو آهي ته مشرقي ملڪ پاڻ ۾ اتحاد ڪري، 'ليگ آف نيشنس' وانگر پنهنجي ايشيو-آفريقي جماعت ناهي ۽ انهيءَ ذريعي سان آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪن. هن چيو ته 'پان اسلامزم' جو نظريو فرسوده ٿي ويو آهي ۽ ترڪن پڻ مجبور ٿي ان کي ختم ڪري ڇڏيو آهي. هندستان ۾ ان کي نئين سر آڻڻ مان هڪ طرف ملڪ جي آزاديءَ ۾ دير ٿيندي، ته ٻئي طرف هندستان جي غير مسلم رهاڪن کي اسان جي سامراجي منصوبن بابت شڪ ٿيندا.

پوءِ هندستان جي سياسي مسئلن تي روشني وجهندي پرڳڙي صاحب ان کي ٻن ڀاڱن ۾ ورهايو: (1) سرڪار ۽ عوام جي وچ جو مسئلو ۽ (2) هندستان جي مختلف فرقن ۽ جماعتن ۾ اختلاف جو مسئلو.

پهرئين مسئلي تي گفتگو ڪندي راءِ ظاهر ڪيائين ته جيتوڻيڪ ڪيس 'ترڪ موالات' ۽ 'سول نافرماني' جي تحريڪ سان اختلاف آهي، ليڪن ان جو علاج اهو ڪونه آهي، جو انگريزي حاڪمن اختيار ڪيو آهي. جيترو هو عام راءِ کي ڪچلڻ جي ڪوشش ڪندا، اوترو ئي هو ملڪ جو اعتبار وڃائيندا. عوام جي جذبن کي، جي حاڪم جي نقطه نگاهه کان ڪلهي غلط هجن، ته به سمجهائي ٺڏو ڪري سگهيس، نه انتقامي قدم کڻي انهن کي ڪچلڻ سان.

ٻئي مسئلي يعني هندستانين جي باهمي سياسي اختلاف ۽ تعليمات تي گفتگو ڪندي تجويز ڏنائين ته باوجود اختلاف راءِ جي سڀئي گڏجي مختلف طريقن سان ساڳئي مقصد لاءِ لڙي سگهن ٿا. باهمي اختلاف ۽ شڪر رنجيءَ جو ضرور نه آهي. جدا چونڊن کي هن خراب سڏيو، پر چيائين ته ڪنهن وقت برائيءَ کي به مصلحت خاطر ملڪ ۽ باهمي اتحاد جي نقطه نگاهه کان برداشت ڪرڻ ضروري ٿي پوندو آهي.

ڪائونسلن جي بائيڪاٽ واري پاليسيءَ بابت ظاهر ڪيائين ته اهو حربو ناڪام ٿيو آهي ۽ ان تي ٻيهر غور ڪرڻ گهرجي. هندو مسلم اتحاد لاءِ اپيل ڪندي پڄاڙيءَ ۾ رئيس صاحب مسلم ليگ جماعت ۾ درستين لاءِ ڪي تجويزون پڻ پيش ڪيون.

**شخصي زندگي:** رئيس غلام محمد باوجود سمورو وقت سياسي ڳالهين ۾ مشغول رهڻ جي پنهنجي زمينداريءَ کي چڱو سڌاريو. پيداوار وڌايائين ۽ ڦلين ڏاڻڻ جي فيڪٽري قائم ڪيائين. پر پنهنجي وڏي ريل خرچ کي گهٽائي نه سگهيو. سندس ذاتي خرچ ايترو گهڻو ڪو نه هو، پر سياسي ڳالهين تي گهڻو خرچ ٿيندو هو. "الامين" اخبار جو سمورو خرچ پاڻ ڪندو هو. "سنڌ واسي" اخبار کي مدد ڪندو هو. سنڌ جا اڪثر قومي ڪارڪن سندس مهمان نوازيءَ ۽ مدد سان مستفيد ٿيندا هئا. غريب شاگردن کي تعليم لاءِ اسڪالرشپون پنهنجي کيسي مان ڏيندو هو. شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي خلاف هندن جو ڪيس پاڻ هلايائين، جنهن کي لوڙهن مان آزاد ڪرائڻ جو ڪيس هلايائين. "الحق" اخبار جي ايڊيٽر تي جڏهن ٽريننگ ڪاليج جي پرنسپال تي ڪيل نڪته چينيءَ جي سلسلي ۾ بدناموسيءَ جو ڪيس ڪيو ويو ته رئيس اهو پاڻ هلايو ۽ جڏهن مئجسٽريٽ ايڊيٽر کي ڏوهي قرار ڏيئي 500 رپيا جرمانو وڌو ته اهو پاڻ ادا ڪيائين. اهڙا سندس سخاوت جا ڪيئي مثال آهن.

هو اميرائي ٺٺ سان رهندو هو پر دل فقيرائي هوندي هيس. ريل جي فرسٽ ڪلاس ۾ سامان رکي، اڪثر ٿرڊ ڪلاس ۾ دوستن ۽ عام ماڻهن

سان ڪچهريون ڪندو هو ڪوله‌ين ميڻگهوارن. هارين سان ڳالهه ٻولهه ۾ ويهي رهائيون ڪندو هو هڪ دفعي ڪنهن ميڻگهواڙ کي ڏسي چيائين ته: "آءٌ تنهنجو پاڙ آهيان" تنهن تي هن جيس ته: "جي ائين آهي ته منهنجي هٿ جو پاڻي پيو ڏا" رئيس صاحب پاڻي وٺي پي ڇڏيو.

پاڻ "سنڌ زميندار ايسوسيئيشن" جو باني هو سنڌ ۾ مسلم ليگ جماعت جي شاخ 1918ع ۾ پهرين هن ئي قائم ڪرائي. حيدرآباد نيشنل ڪاليج کي ڪامياب بنائڻ ۾ هن گهڻي سرجوشي ڏيکاري. ورهين جا ورهيه ان جي بورڊ جو چيئرمئن رهيو.

ماڻهن ۾ هن لاءِ اهڙو قرب ۽ پيار هوندو هو جو اڪثر مسئلا ونس اچي پيش ڪندا ۽ فيصلا ڪرائيندا هئا. هڪ ڀيري ميڊيڪل اسڪول حيدرآباد جي شاگردن ۽ هيرآبادي عاملن جي وچ ۾ سخت تڪرار ٿي پيو. پر رئيس جي وچ ۾ پوڻ ڪري صلح ٿي ويو.

رئيس غلام محمد مذهبي معاملن ۾ تصوف ۽ ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جي اثر ڪري آزاد خيال ۽ فرقي بنديءَ کان پري هو ڪيس مذهبن جي بوبان بنيادي وحدت جو پتو پيل هو ان ڪري سيني مذهبن جي پوئلڳن سان سندس سٺو سلوڪ هوندو هو ڪٽرپڻو سندس ويجهو به نه هو. هو محبت جو مجسمو هو. سندس خاص مقربن مان مسٽر غلام علي نانا، پير غلام نبي شاهه الهندي ڪڇي وارو، مرحوم نور محمد وڪيل، محمد صالح صديقي، جيٺمل پرسرام، ڪيمچند مهتاڻي، شيخ عبدالمجيد سنڌي، جيرامداس دولترام، مسٽر سنتداس منگهارام هئا. سياسي دوستن مان سيٺ هرچند راءِ وشنداس، غلام علي چاڳلا، مسٽر محمد علي جناح ۽ راجا صاحب محمودآباد هئا.

رئيس غلام محمد پرگڙي نمونيا جي بيماريءَ ۾ گهڻو وقت مبتلا رهي، 9 مارچ 1924ع تي وفات ڪئي. سندس وفات وقت حيدرآباد جا هزارين شهري، هندو ۽ مسلمان مرد ۽ زالون، سندس جنازي سان ماتم ۾ هليا. کيس ديڱڳاڙ ۾ ماڻتاڻي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو.

سندس پاڻ رئيس جان محمد خان، ميمبي ڪائونسل جو ٿرپارڪر ضلعي مان ڪجهه وقت ميمبر چونڊيل هو. هو پڻ خوش اخلاق يار ويس، مهل سر ڪم ايندڙ ۽ مهمان نواز هو. ڪيس اولاد ڪو نه ٿيو.

رئيس غلام محمد خان کي ٽي فرزند ٿيا، رئيس عبدالقيوم خان، رئيس غلام رسول خان ۽ رئيس غلام مصطفيٰ خان. ٽيئي پهريون سگهوڙي وفات ڪري ويو، جن پڻ پنهنجي والد مرحوم جي روايتن کي قائم رکيو.

رئيس غلام محمد خان مرحوم جي وفات ڪري سنڌ جي سياست ۾ وڏو خال پيدا ٿيو. هن جي سياست اصول پرستيءَ، اخلاص، حب الوطنيءَ ۽ خدمت خلق جي بنيادن تي ٻڌل هئي. سندس زندگي پوين لاءِ مشعل راهه ٿي سگهي ٿي.

**پرم جي پلائي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب لالچند امرڏني مل جڳتيانيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 45 صفحا آهن ۽ قيمت 4 آنا جاڻايل آهي. سنڌي ساهتيه سوسائٽيءَ هيءُ ڪتاب، ڀارت پريس، ڪراچيءَ مان سال 1920ع ۾ ڇپايو.

**پرمي**: هن نالي سان جدا جدا ٻه ديهون آباد آهن. تعلقي قمبر ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: لوڙ، سارنگ، ڏيرو مغيري عرف رتو مغيري، پرمي. پرمي نالي سان ٻيو ڳوٺ تعلقي ميري خان جي ديهه 'ٽڙي' ۾ آهي، جنهن ۾ پرمي مشيون ۽ غوث بخش کوسو ڳوٺ شامل آهن.

**پرمي ڳوٺ واري درسگاهه**: هيءَ درسگاهه ڳوٺ پرمي، تعلقي ۽ ضلعي شهدادڪوٽ ۾ مولوي محمد هاشم شهدادڪوٽيءَ قائم ڪئي هئي. مولانا محمد هاشم 1259هه/ 1843ع ۾ ڄائو. ٿهٽڪري اندازو آهي ته هيءَ درسگاهه 1290هه/ 1873ع کان 1300هه/ 1882ع واري ڏهاڪي ۾ قائم ٿي. اڳتي هلي هن بزرگ ڳڙهي ياسين ۾ به هڪ وڏي درسگاهه جو بنياد رکيو. انهن ٻنهي درسگاهن مان هيٺين عالمن فيض پرايو: مولانا گل حسن ڪتبار، مولوي عبدالله رتائي، مولانا محمد قاسم ڳڙهي ياسين وارو، مولانا جمال الدين صحبت پوري، مولانا ڪمال الدين سيوهاڻي، مولانا تاج محمد بلوچستاني، مخدوم غلام مصطفيٰ (سجاده نشين محمد پور شريف) مولانا عنايت الله آگرو، مولانا پير محمد وارهه، مولوي محمد حسن سجاده نشين درگاهه ڪتبار (بلوچستان) وغيره.

**پرمين**: تعلقي ميري خان ۾ هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: پرمين مشيون ۽ غوث بخش کوسو.

**پرنڊ**: تعلقي نوشهري فيروز ۾ هڪ ديهه ۽ هڪ ڳوٺ 'پرنڊ' هڪ وڏو ڳوٺ آهي، جنهن ۾ ماڇي ۽ ٻنهور رهن ٿا. هن ڳوٺ جي آدمشماري 5000 کان مٿي آهي. ڳوٺ جو اصل نالو "پرٿهنڊ" هو جنهن منجهان "ٿ" ۽ "هه" حذف ٿي ويا. شايد هيءُ پرٿن جو ڳوٺ هو جيڪو بدلجي "پرنڊ" ٿي پيو پرٿ، ٻنهورن جو ڀاڙو آهي.

**پِرتو**: ڪورڪي ڪم جو هڪ اوزار. ڌاڳي ريڙهڻ لاءِ ڪاٺ، ڪانيءَ جي ٻوري ٿلي، ٽڙو پرت جو ڪم.

**پُرٽو**: هيءُ پاڻيءَ ۾ پيدا ٿيندڙ هڪ گاهه آهي جنهن کي "پڙ" به چوندا آهن. هيءُ گاهه سنهڙين شين جهڙو ٿيندو آهي. هن گاهه کي مڇيون به کائينديون آهن ته چوپايو مال به. جڏهن ڍنڍ جو پاڻي سڪڻ لڳندو آهي ۽ ڪناري تي گاهه ظاهر ٿيندو آهي ته ٻن ٽن ڏينهن اندر سڪي پڙ ٿيندو آهي، تڏهن مال کائيندو اٿس. آلي گاهه ۾ گيج ۽ سينور جي بوءِ هوندي آهي. تازي گاهه ۾ وري گپ ٿيندي آهي جڏهن گپ سڪي ويندي آهي تڏهن مال هي گاهه چرندو آهي. پُرٽو مڇيءَ لاءِ به سٺو کاڄ آهي.

**پرورو**: تعلقي ڪرڙ غلام محمد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**پريا**: سماٽن جي هڪ قبيلي جو نالو جن جي اڳاٽين بستين تان "پريا" شهر يا پريالوءِ جا نالا پيا.

"پريا" هڪ ديهه، شهر ۽ اسٽيشن جو نالو به آهي. پريا شهر ڏانهن ويندڙ مسافر هن ريلوي اسٽيشن تي ريل مان لهندا هئا. پوءِ ٽانگن رستي پريا جي شهر ۾ پهچندا هئا پر هن وقت خود اسٽيشن تي نئون شهر ٺهي ويو آهي.

**پريا ٽائون/ پريا سٽي**: هيءُ پريا تعلقي جو هيڊ ڪوارٽر آهي ۽ پريا سٽي يا ٽائون سڏبو آهي. هي هڪ قديم شهر آهي. لهائي درياهه جا وهڪرا ۽ ڍورا اچا ٽائين هت ڏسجن ٿا. هيءُ پڪي رستي کان ٻنهي پاسي وسندڙ شهر آهي. هن شهر جي آبادي ويهن هزارن کان به وڌيڪ آهي. هتي ميمڻ، سيد، سومرا، قريشي، چنا، موچي، خاصخيلي، ڪوري، ملاح، پٽي، لاڪا، کيريا، سولنگي، شيخ، جوڳي، چانديا ۽ ٻيون گهڻيون ذاتيون رهندڙ آهن. 1989ع ۾ هيءُ شهر تعلقو ٿيو.

**پريالوءِ / پرياڻوءِ**: اصل ۾ پريالوءِ پريا- ذات جو نالو + لوءِ = ڳوٺ آهي پريا ذات جي ماڻهن جو ڳوٺ هو بعد ۾ پير صاحب پاڳاري لاڳي مخدوم محمد اسماعيل جي درگاهه سبب "پريان لوءِ" (محبوبن جو ڳوٺ) سڏيو جو

تالو هينئر مروج آهي. هي ڳوٺ ضلعي خيرپور ميرس جو اهم ڳوٺ آهي. پريالو، ۾ مشهور عوامي راڳي سرمد سنڌيءَ جنم ورتو. شڪيل پريالوي، نور احمد ميمڻ (سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچيءَ جو مالڪ) ۽ سجاد ميرائي هن شهر جا ناميارا اديب ۽ شاعر آهن.

**پريالوو:** تعلقي گهوٽڪيءَ جي هڪ ديهه جو نالو، جنهن ۾ ڳوٺ امين پارو، غوث محمد آرائين، موسو خان پارو، پنهون وسير، حاجي وسير، عظمت خان چارڻ، جمعو ڪولاچي، پيروز خان ڪولاچي، نيڪ محمد ڪليري ۽ ڳوٺ غلام رسول لغاري شامل آهن.

**پري پيڙيءَ ۾ واٺيو ڳورو:** هن پهاڪي جي معنيٰ آهي ته "غريب جو راهي الله". هڪ روايت موجب ڪنهن زماني ۾ هڪ پيڙي ڪناري ڪان ٿورو پنڌ تائين هلي ۽ ٻڏڻ جو انديشو محسوس ٿيو ته ناڪئي چيو ته ڪجهه ماڻهو لهن. نه ته پيڙي ٻڏي ويندي. هر ڪنهن هيٺ لهڻ کان لهرايو ۽ فيصلو ٿيو ته ڳڀ ۾ جنهن جو نالو نمبر اچي، اهو هيٺ لهندو. ڳڀ شروع ڪيائون ته سڀ کان پهرين هڪ واٺيو نالو نمبر آيو، جنهن کان پوءِ پيو ۽ ٽيون دفعو به واٺيو آيو مطلب ته اُٿين جيڪي به ماڻهو هيٺ لٿا، اهي سڀ جا سڀ واٺيا هئا. واٺين جي اهڙي رحم جوڳي حالت ڏسي، ڪنهن اهي لفظ چيا جيڪي وري پهاڪي جي صورت ۾ آيا.

**پريو:** ضلعي سانگهڙ جي تعلقي جام نواز عليءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: نظر محمد زينداڻي، محمد حيات هگورو، حاجي غلام حيدر وساڻ، امل وساڻ، رسول بخش خاصخيلي، حاجي لشڪر علي لسڪاڻي ۽ محمد علي ڪلوئي.

**پري واري:** ضلعي سانگهڙ جي تعلقي شهدادپور ۾ هڪ ديهه جو نالو، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: ٽڳيو، ڪٽي رند، ملو خان رند، الهوزيو، پڇارو، جعفرپڇارو، حاجي رند ۽ محب رند.

**پريون:** تعلقي مٽياري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن. پنيل ڳاهي، حاجي شجاع محمد شاهه، پير سرهندي، مياندنه ساهو والا، غلام محمد ڳاهي، حاجي خدا بخش ڪاڪا، ڪندوجت، محمد اسحاق ٻڙدي، جڙيو ڪوس، شهداد جت ۽ شهوڪ.

**پريو ويرداس:** هي هڪ سالڪ بزرگ ٿي گذريو آهي. جيڪو نائين صديءَ هجريءَ ۾ پيدا ٿيو مجذوب ۽ مستيءَ ۾ رهڻ وارو بزرگ هو. پريو ويرداس هڪ برهمڻ هو. سندس رهائش گهڻي ڀاڱي ٻيلن، جهنگلن ۽ پهاڙن ۾ هوندي هئي. هو ڪيترن ئي هنڌن تي گهمندو رهيو. زندگيءَ جا آخري ڏينهن گنجي ٽڪر جي هنج ۾ اچي رهيو هو. "حديقة الاولياءِ" جو ليکڪ ٻڌائي ٿو ته هن اسحاق آهنگر جو مشهور بيت "هجان مان جهرڪ، ويهان پريءَ جي شبَ تي" پريي ويرداس کان ئي ٻڌو هو جيڪو بيت سنڌي شاعريءَ جي شروعاتي بيتن ۾ شمار ڪيو ويندو آهي. هن درويش جو ديهانت 903 هه/ 1497ع ڌاري ٿيو. سندس آخري آرامگاهه حيدرآباد جي پرسان گنجي ٽڪر تي آهي.

**پڙهَ:** "پڙهَ" ذات جا ماڻهو غالباً سومرن جي دؤر کان وٺي حب- ملير کان هيٺ گهاري تائين ۽ گهاري کان ڏکڻ اولهه ڪيرائيءَ واري علائقي ۾ آباد آهن ان وقت سنڌو نديءَ جو هڪ هيٺيون چوڙ ڦٽو درياهه هو جيڪو گهاري کان ڏکڻ- اولهه طرف وهندو هو موجوده "ڪيرائي ديهه" پڙهن جو پيلو هو "ماڙي موروُ". جنهن جا ڪنڊر ڪيرائي ديهه ۾ آهن ۽ "ڪنين واري مسجد" جي شهر جا ڪنڊر پڙهن جي وقت جا يادگار آهن. مٿان درياهه جي رخ بدلجڻ ۽ پاڻيءَ جي کوٽ سبب، پڙهن وارو علائقو ويران ٿيو ٿئي، ڪري ڪي قبيلا هيٺ ساڪري ۽ گهوڙا ٻاريءَ طرف هليا ويا ۽ پيا مٿئين حب ۽ ملير واري ماڳ ڏانهن ويا. جتي هنن پنهنجي لاءِ ودڪ علائقو هٿ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. جنهنڪري پڙهن جي لاشارين ۽ ڪرمتي قبيلن سان ٽڪر ٿيو جنهن ۾ سندن زور ٽٽو ۽ ڪين حب ۽ ملير واري علائقي مان ٻي دخل ٿيڻو پيو. اهو مغلن جو اوائلي دؤر هو. ان وقت ڪرمتين جو سردار ملڪ حاجي خان هو. جنهن پڙهن کان ملير وارو علائقو هٿ ڪيو. ڪي هڪ به راڄ پڙهن جا حب واري پاسي رهيا ۽ جڏهن جوکيا راڄ "ڪنگوريءَ" واري پاسي کان سندن سربراهه بجار خان جي اڳوائيءَ هيٺ حب واري علائقي ۾ آيو ته پڙهن جي راڄن ڪين پنهنجي ايراضيءَ طرف وڌڻ نه ڏنو ۽ پٺر ڪوڙي ڏنگ ڪڍيائون ته جيئن جوکيا اڳتي نه وڌن ۽ جوکيا به ڏنگ جهلي ويهي رهيا.

**پڙو:** ڪنهن پراڻي قتل شهر، قلعي، قديم قبرستان يا ڊٺل جاءِ جو ڍڙو.

هن نالي سان سنڌ ۾ جدا جدا ضلعن ۾ ديهون آهن جهڙوڪ: نوشهري فيروز ۽ روهڙي تعلقن ۾ "پڙو" نالي ديهون مشهور آهن.

ضلعي سکر جي تعلقي روهڙيءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان 8 ڳوٺ موجود آهن: پڙو نئون، خورشيد احمد جيسا، پراڻو پڙو، باغ وڪن، ڳجلا پٺهون، پنجل هاليپوٽو، پريو هاليپوٽو ۽ وڪن.

**پڙو**[2]: ڪيهه ۾ سٽ جي تند ۾ ڳنڍ ڪي به "پڙو" چئبو آهي. "پڙا پجڻ" سٽ ۾ رهجي ويل ڳنڍين ڳوڙهن ڪڍڻ کي چئبو آهي. شاهه لطيف به سُر ڪاپائتيءَ ۾ چيو آهي ته:

"آڳڙي آئون، مون کان پڙا پڃڻا نه ٿيا"

**پڙو پيم / پهم جو قلعو:** هي قلعو يا پڙو نواب شاهه ۽ ٻانڊي ريلوي اسٽيشن جي وچ تي آمر جي ڪنال جي پر ۾ آهي. ٻانڊيءَ کان ٽن ميلن جي پنڌ تي هي دڙو 40 ايڪڙن تي پکڙيل آهي. دڙي جو مکيه ڀاڱو اٽڪل 25 ايڪڙن تي مشتمل آهي. اتر ڏکڻ ۾ 10 کان 15 فوٽ اوچو آهي. هن دڙي جي پاڪستان آرڪيالاجي کاتي ياران کرتائي ڪرايل آهي.



ونون: (1) هيٺ قلعي جي پٿين جا نشان برجن سميت موجود آهن. (2) ٻن پکن دورن جا نشان مليا آهن. ڀر ماڳ باهر سبب سڙي ويل پاڻيءَ ٿو: (i) قلعي جي ڀهرئين دروازي جا نشان، (ii) قلعي جي پٽ جا نشان. جيڪا ڇهه فوٽ کن ڊٺل آهي.

هتان مليل ٺڪرائو ڄڳو ڀڳل آهي. جيڪو وچولو ٿلهو ۽ هلڪي ڳاڙهي رنگ جو آهي. ٺڪرائي ۾ دلا، ڍڪڻيون، ٻاروڙا، ٿوٻيون وغيره مليون آهن. جن تي ڪاري تي ڳاڙهو سنڌو تهذيب وارو چٽ آهي. ان کان سواءِ ٺڪر تي ڳاڙها گولڙا، ڪارا چوڪنڊا ۽ ٻوروچوٽ لڪيرون ڪاري رنگ ۾ پاتل آهن. ڪجهه شيشي جا ٽڪر، عاج جون چوڙيون ۽ ٽامي جا سڪا به هٿ آيا آهن.

هٿ آيل وٿن مان لڳي ٿو ته هي قلعو وچئين اسلامي دور سان تعلق رکي ٿو. جڏهن ته ڊڙو اڳ تاريخي آثارن سان پريل آهي.

**پڙي**: هن نالي سان ميرپور خاص ۽ سامارو تعلقن ۾ جدا جدا ديهون موجود آهن.

هن نالي سان تعلقي سنجهوري جي ديهه 'ٻُرُ' ۾ هڪ ڳوٺ به موجود آهي.

**پڙي لغاري**: ضلعي گهوٽڪي تعلقي ميرپور ماٿيلي ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: پڙي لغاري، امام بخش عالماڻي، گلزار عالماڻي، بالاچ ملڪ عالماڻي، بلاول عالماڻي، صوبدار جسڪاڻي، بهادر لغاري، نبي بخش عالماڻي، پڙي لغاري.

**پڙي واري**: تعلقي شهداد پور جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: ٽڳيو، ڪٽي رند، منو خان رند، حاجي خان رند، الهورايو پڄارو، جعفر پڄارو، حاجي رند، محب رند ۽ علي نواز سنجراڻي.

**پڙيون**: ضلعي بدين تعلقي ٽنڊي باگي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**پڪ**: واهه يا درياهه جي ڪپر واري پيٽ جيڪا پاڻيءَ جي ڪاٽ سبب ڪرڻ تي هجي. ڪپر واري مٽيءَ جو ڍڳ، جيڪو پاڻيءَ جي ڪاٽ سبب اوچتو ڪري پوندو آهي. ان کي "پڪ" چئبو آهي. "پڪ" ڪنڌيءَ پاسي ۽ ٻسگرڻائيءَ کي به چئبو آهي.

**ڀڪشو**: سنسڪرت زبان جو اهو لفظ، پاليءَ زبان جي 'ڀِڪُو' لفظ مان نڪتل آهي. سنسڪرت جو لفظ 'ڀڪشو' جي معنيٰ آهي ڀڪاري يا فقير ۽ پاليءَ ۾ گوتم ٻڌ جي سنياسي يا راهب کي ڪوٺيو ويندو آهي. جنهن کي پنهنجي سچائپ لاءِ پيلا ڪپڙا پاتل هوندا آهن ۽ گوتم ٻڌ جي ٻڌايل/ ڏسيل روايت موجب هڪ ٿي انتظار هيٺ رهي عمل ڪرڻو هوندو آهي. جنهن کي ٻڌ ڌرم جي اصطلاح موجب قانون جي ڦيٿي 'جي رفتار سان نهڪائڻ چئبو آهي.

**پڪوڙو**: ضلعي ٿرپارڪر جي تعلقي مٺيءَ ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ 8 ڳوٺ شامل آهن جن ۾ هڪ ڳوٺ ان ساڳئي نالي سان به آباد آهي. هتي پرائمري اسڪول موجود آهي.

**پڪار** (راڳڻي): مارووا ٺاٺ جي سمپورن ۽ اڙانگ جي راڳڻي آهي. هن ۾ مڌم ۽ نکاد ٻنهي جا سُر آهن. ان لاءِ مارووا ٺاٺ جي بيلاس راڳڻيءَ کان الڳ ٿيل ٿي. کي ڳائڻ وقت مڌم هتي ڳائين ٿا. ان ڪري به راڳ جي صورت الڳ ٿي بيهي ٿي. هن جي خاص تان: ني سا- ڳي ما- پا — ما- پاڳي- را- سا- ڳي- ماڳي- پاڳي- را سا. آروهي: سا را سا- ڳي مي ڌي سا ۽ امروهي: سا ني ڌي پا- ما ڳي مي ڳي- را سا آهي. جڏهن ته وادي سُر: پنجم ۽ سمر وادي: کرج آهي ۽ ڳائڻ جو وقت رات جو ٽيون پهر آهي.

**پڳٽ**: پڳٽ موسيقيءَ جو اهو نج سنڌي نمونو آهي. جنهن کي سناد ۽ پيشڪش جي لحاظ کان نه داستان گوئيءَ جي زمري ۾ آڻي سگهجي ٿو، نه مروج ۽ نج موسيقيءَ جي ڳائڻي ۾. ائين ڪٿي چئجي ته داستان کي موسيقيءَ جي سهاري سان اهڙيءَ ريت پيش ڪجي، جو ٻڌندڙ ۽ ڏسندڙ جي ذهن کي ڇهي. پڳٽ داستان گوئيءَ جو پراڻي ۾ پراڻو سنڌي "بيان" (Narrative) جو انداز آهي. ائين ڪٿي چئجي ته پڳٽ سنگيت جي هڪ اهڙي روايت آهي. جيڪا مختلف ارتقائي مرحلا طئي ڪندي اڄ ناٽڪ جي مختلف صورتن تي

بيٺل آهي. پڳٽ هندو تهذيب جي ڪٿڪ وانگر آهي. جو ته ان جي ناچ پيٽي ۾ ڏوهيڙن بيتن ۽ ڪافين جي ذريعي جيڪا اُٿت ٿئي ٿي. اها اگرچ سنڌي هنر جو خالص نمونو آهي. پر ان جو بنياد اصولي طور ڪٿڪ جهڙي فني بندش ۽ هزارن سالن جي قديم فن تي آهي. پڳٽ، ڪهاڻي ٻڌائڻ جو هڪ انداز آهي. جنهن ۾ هڪ ڪلاڪار ٿئي ٿو ۽ ٻيا مددي يا اوناٽي جو آواز ڏيندڙ ٿيندا آهن. هڪ ڪهاڻي ٻڌائيندڙ پهرين نثر ۾ ڪهاڻي ٻڌائيندو ۽ پوءِ پنهنجن مددگارن جي مددي آوازن سان. ڪهاڻيءَ جي درميان مڪالمن کي نثر ۾ ته ڪٿي نظم



۾ ظاهر ڪندو ويندو. ڪهاڻيءَ اندر هڪ ڪهاڻي هوندي آهي. جيڪا ٻڌندڙ کي دنياوي جهنجهٽن کان آزاد ڪري، هڪ تصوراتي دنيا ۾ پهچايو ڇڏي.

پڳٽ جي ٽولي ۾ گهڻو ڪري ڇهن کان ستن تائين پڳٽ حصو وٺندا آهن. جيڪي سڀ سُر ۽ تال جا پڪا هوندا آهن. هڪ فنڪار راڳداري ۽ داستان گوئيءَ جو ماهر هوندو آهي. هڪ ڄڻو هارمونيم تي، ٻيو پکواڄ تي، ٻه يا وڌيڪ ٺڪي تهيءَ وارا گهڻو ڪري سڀ ناچو هوندا آهن. جن جو آواز ته مٺو هوندو ئي آهي. پر نچي به سٺو سگهندا آهن. پڳٽ گهڻو ڪري رات جي پٺيءَ پهر ۾ پوندي آهي. پر ڪو وقت مقرر نه آهي. سنڌ جي مشهور پڳٽن ۾، پڳٽ چيلارام ڪوڪرن ٽڙن وارو، پڳٽ رتن چند، پڳٽ چيلارام ابجي وارو، پڳٽ سڌانند ۽ مولراج ملير وارو، پڳٽ ديوداس مانجهندن وارو، پڳٽ مير محمد ڪنير داڏوءَ وارو، پڳٽ مانڪ ڪٽي تراب شاهه وارو، پڳٽ رامداس، پڳٽ ريشي رام، پڳٽ آٿارام ڦليلي وارو، پڳٽ راءِ سنگهه کهڙي جي ڳوٺ وارو، پڳٽ ايسرداس تاراچند حيدرآباد وارو، پڳٽ جيٺن سکر وارو ۽ خاڪو ميگهواڙ شامل آهن. مٿين پڳٽن مان ڪيترن جي حياتيءَ جو احوال ميسر ناهي. گمان غالب آهي ته اهي ميرن جي آخري دور کان وٺي انگريزن جي پهرين اڌ صدي تائين جا نامور پڳٽ هجن. انهن پڳٽن سنڌ جي ڪُنڊ ڪُڙڇ ۾ پڳٽ جي ذريعي پڳٽ جي فن کي فروغ ڏنو ۽ هندو مسلم ڀائيچاري ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو. ويهين صديءَ ۾ پڳٽ ڪنور رام ۽ نارو پڳٽ وڏا نالا آهن ته جي ايراڻيءَ ۾، پڳٽ سوهن، پڳٽ چانڊارام مشهور ٿيا. ورهاڱي کان پوءِ گهڻي تعداد ۾ پڳٽ هندستان لڏي ويا. باقي چند وڃي بچيا. ڇڙوڇڙ هجڻ ڪري راڳ جو هي اهڙو ڏينهون ڏينهن اجڙي رهيو آهي.




**پڳٽ** (ڪتاب): هي مشهور اديب شاعر ۽ نقاد پريم پرڪاش جي ڪوتائن/ نثري نظمن جو مجموعو آهي. جيڪو بيست سنڌي سڀا ممبئي پاران 1947ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو آهي. هي ڊيمي سائيز جي 96 صفحن تي مشتمل ڪوتائن جو ڪتاب آهي. جنهن تي هند ۽ سنڌ جي ناميارو شاعر ارجن حاسد به لفظ لکيا آهن. جن ۾ هن لکيو آهي ته "پريم پرڪاش جون

ڪريٽائون اڄ جي لاچارين کي اُگهاڙو ٿيون ڪن جتي سڀ ڪجهه اُگهاڙو آهي اتي اُگهاڙپ کي اُگهاڙو وڃ ته آهي.“

**ڀڳت، آتم:** آتم ڀڳت ملي، جي مشهور راڳي موهن ڀڳت سان گڏ ڳائيندڙ سائي سروپ ڀڳت جو پٽ آهي. سروپ کي پٽ نه هو ۽ هن آتم کي پٽ ڪري پاليو. آتم ڀڳت 1975ع ۾ ملي، ۾ جنم ورتو. هن نصابي علم حاصل نه ڪيو. ٿهنڪري پيٽ گذر لاءِ گهڙين جي مستري هجڻ سان گڏ ٽائون ڪاميٽي ملي، ۾ ملازم به آهي. ننڍپڻ کان ئي پنهنجي پيءُ سروپ ڀڳت ۽ چاچي موهن ڀڳت سان گڏ ڳائيندو هو. ڪيس موهن ڀڳت ۽ سروپ ڀڳت سان گڏ ريڊيو ۽ ٽي وي جا ڪيترا پروگرام مليا. موهن ڀڳت ۽ سروپ ڀڳت جي ديهانت کان پوءِ پنهنجي پاڻ موهن ڀڳت جي ڀڳتار پٽ شنڪر ڀڳت سان گڏجي ڳائي ٿو. سندس آواز ۾ درد ۽ سوز آهي. پنهنجي وڏن کان ورثي ۾ مليل پڪائي، جون وايون، ڪبير جون واڻيون، ميران ۽ تلسي داس جا ڀڄن ۽ دوها ڳائيندو آهي.

**ڀڳت ارجن ڪنوائي:** ڀڳت ارجن ڪنوائي 26 جون 1944ع تي ڳوٺ ٻهاري، گمبٽ، سنڌ ۾ ڄائو. ورهاڱي کان پوءِ والدين سان ڀارت لڏي ويو، جتي اي آر آر (A.I.R) ۽ دور درشن تي



ويهه ٿي ڀڳت وجهي پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندو هو. هو سنڌ جو وڏو ڀڳت هو. هن جي ڀڄن جون ڪيسيٽون مارڪيٽ ۾ وڏي مقبوليت ماڻي چڪيون آهن. هندستان ۾ جتي به سنڌي وسن ٿا، اتي ڀڳت ارجن پهچي پنهنجي فن جو مظاهرو ڪري داد حاصل ڪيو. ڪيس مختلف طور ڪيترائي اوارڊ ۽ سنڌون مليون جن مان ڪي هي آهن: (1). ”سيتا سنڌو پُرن“ ممبئي، طرفان 1994ع ۾ پرڪاش پادواڄ طرفان سونو بلو. (2) گوبند مالهي، طرفان ”ڀڳونتي ناوالي اوارڊ 2002ع ۽ (3) ”پشپا مالهي اوارڊ، 2002ع“. ڀڳت ارجن سنڌ جي ثقافتي ورثي جي نه رڳو سنڀال ڪئي آهي، پر هن فن کي پنهنجي خداداد صلاحيتن سان وڌايو به آهي. هو ڀڳت ۾ گهڻو ڪري لوڪ گيت ڳائيندو آهي. جيڪي سندس ڪاميابي، جو سبب بڻيا آهن. ڀڳت ارجن سنڌ جي ثقافتي ورثي ڀڳت جو هندستان ۾ سفير آهي. هن جا وڏا به ماضي، ۾ خيرپور جي ميرن جي دربار ۾ ڀڳت وجهندا هئا. اهو فن ڪيس ورثي ۾ مليل آهي.

**ڀڳت پڃناولي (ڪتاب):** هي، ڪتاب هيرانند آڏومل جو لکيل آهي. ڪراؤن سائيز واري هن ڪتاب ۾ 24 صفحا ۽ قيمت هڪ آنو ڄاڻايل آهي. ڇاپو ڇپرائيندڙ هيرانند آڏومل ڪرشنور پرنٽنگ پريس، حيدرآباد، سال 1939ع ۾ ڇپايو.

**ڀڳت تيرٿ گر:** مشهور باجو وڄائيندڙ ڀڳت تيرٿ گر 1900ع ڌاري دادو ۾ ڄائو. جسم جو ڀريل هوندو هو. ان ڪري ٻيهي توڙي هلي ڳائي نه سگهندو هو. ۾ ڪرسي، تي ويهي ڳائيندو هو ۽ ٻين جي به ڳائيندي رهنمائي ڪندو هو. هن سان گڏ هڪ ناچو ”لعل چري“ گڏ هوندو هو جنهن سان گهڻي پريت هئس. لعل چري ٽڪڻ (ضلعي دادو) جو رهاڪو هو. ٻچاڙي، جو لعل چري، جي ڳوٺ ٽڪڻ ۾ ئي سندس ديهانت ٿيو.

**ڀڳت ٽڪيارام:** ڀڳت ٽڪيارام پٽ ڏيرو ڀڳت، ٽنڊي قيصر تعلقي ۽ ضلعي حيدرآباد ۾ ڄائو. روايت آهي ته ڀڳت ڏيرو، کي اولاد نه ٿيندو هو. هڪ ڀيري جهوڪ جي بزرگ يوسف ستاري ٽنڊي قيصر ۾ آيو ۽ کيس دعا ڪيائين ته ڪيس پٽ جو اولاد ٿيندو. پر نالو ٽڪيو رکجوس. ڀڳت ڏيرو هر مهيني 17 تاريخ جهوڪ جي درگاهه تي ويندو هو. سندس گهر جو ماحول به صوفيانو هو. ٽڪيارام جي تربيت به ان صوفيانو ماحول ۾ ٿي. هو به درگاهه جهوڪ جو طالب ٿيو ۽ هر مهيني سترهين تاريخ ٽنڊي قيصر ۾ ڌهاڙو ملهائيندو هو ۽ ڪن خاص ڏينهن تي جهوڪ جي درگاهه جي به حاضري ڀريندو هو.

ٽڪيارام سٺو صوفي شاعر هو. سندس ڪلام ۾ ويدانت جي راڱي ملي ٿي. هڪ بند هيٺ ڏجي ٿو:

سڄڻ گوبند. ورلڻ گوبند. ميرا جهوپا.
سرو گهٽ. پورڻ صورت خوب!

**ڀڳت ٿلهيارام:** ڀڳت ٿلهيارام جو جنم خيرپور ميرس ۾ 1890ع ۾ ڀڳت ليلا رام جي گهر ۾ ٿيو. ڀڳت ٿلهيارام ننڍپڻ ۾ گرو گرنٿ صاحب جي باڻي، جو ڪافي اڀياس ڪيو. سندس ڳلي ۾ تاثير هوندو هو. عمر وڌڻ سان سندس آواز کلندو ويو. جڏهن سوز ڀريا ڪلام ڳائيندو هو ته ماڻهن جون دليون ڏرڪي ڇڏيندو هو. ڏاڍو ڏاڙهي ڪندي به من ۾ ڏٺي، پر هوندو هوس. خيرپور ميرس ۾ ”ملي سنگت“ ٺهرايا ڪيائين جتي باقاعدي ست سنگ ڪندو هو. هو پنهنجي وقت جو وڏو ڀڳت هو. ڀڳت دوران ڪيس جيڪي پئسا ملندا هئا، سي غريبن ۾ ورهائي ڇڏيندو هو يا پلائي، جي ڪمن ۾ خرچ ڪندو هو. خيرپور جي هڪ وڏي ”گئو شالا“ سنڀاليندو هو.

ڀڳت ٿلهيارام ڪجهه سال خيرپور جي پنچائت جو پريزيڊنٽ به رهيو. روزانو پريات ويلي اتي ڳائيندو هو. سندس اتي پهر ڪلتار سان لنڊ لڳل هوندي هئي. هن ڀڳت، ڀڳتي، ۽ دکين، درويشن ۽ گنڻن جي سيوا ڪندي وقت گذاريو.

**ڀڳت ٽيئون رام:** ڀڳت ٽيئون رام جو جنم اگهڙي ضلعي حيدرآباد (هاڻي مٽياري) جي تعلقي هالا جي ڳوٺ ڪندوءِ ۾، 6 جولاءِ 1887ع تي چنڊر جي ڏينهن ڀڳت چيلارام آسنداس کتري، جي گهر ۾ ٿيو. ٽيئون رام



جي ماءُ جو نالو ڪرشنا ديوي هو. سنت چيلارام ۽ سندس گهرواري سادن سنتن ۽ ڀڳتن جي خدمت ڪندي سرهائي محسوس ڪندا هئا. هن ننڍڙي ٽيئون رام جي دل ۾ به ڏٺي سگهوري جي محبت سان گڏ ڀڳتن ۽ سنتن لاءِ عزت ۽ شرڌا جو ٻج پوکيو هو. ٽيئون رام کي پڙهڻ لاءِ پاٺشالا موڪليو ويو، پر اتي هن جي دل پڙهڻ کان وڌيڪ ڀڄن ڳائڻ سان هوندي هئي. گهر ۾ ڪو ڀڳت آيو ته ان جي ٽهل ٽڪور ۽ خدمت پيو ڪندو هو ۽ سندن ڀڄن وغيره ڳائڻ ۾ وڏو چاهه وٺندو هو. 14 سالن جي عمر ۾ ٽيئون رام ان زماني جي مشهور سنت آسورام کان گرمنتر ورتو. چيلارام جي گهر ۾ نيم سان ست سنگ ٿيندو هو ۽ ٽيئون رام دلچسپي، سان ان ۾ حصو وٺندو هو. پيءُ جي چالاڻي کان پوءِ جڏهن ٽيئون رام پيءُ جو دڪان هلائيندو هو ۽ پيءُ واگر ست سنگ به جاري رکيائين هو جڏهن يڪتارو کڻي ڳائيندو هو ته پڌائنڌ مست ٿي ويندا هئا. سنڌي، ٺٽي پاڻ گولائنڌ به هن جو اثر قبول ڪيو. ٽيئون رام دڪان جو ڪاروبار هلائيندي ڪيترن مسڪينن کي مفت سيڌو ڏئي ڇڏيندو هو. ڪشي

آهستي هن جي دل دنياوي معاملن مان کڻي ڇيندي وئي ۽ دڪان تي صرف ٻه ٽي ڪلاڪ ويهندو هو. باقي وقت ڀڳت وجهندي ۽ ڀڄڻ ڳائيندي گذاريندو هو سندس وڏي ڀاءُ ٿهلرام کيس باغن ۽ کيتي ٻاڙيءَ جو ڪم سونپيو ڀڳت ٽيئون رام باغ ۾ ويهي ايڪانت ۾ ڀڄڻ ڳائيندو هو. خود شاعر به هو ۽ هن ڪيترا ڀڄن به لکيا. سندس وڏو ڀاءُ هن جي اهڙي حلت ڏسي ڪاوڙبو هو هڪ ڀيري شمشان ڀومي ۾ هڪ وڻ هيٺيان ڌيان گيان ۾ مگن ٿي ويو. مائٽ کيس ڳوليندا رهيا. ٽئين ڏينهن وڃي ڏنائون ته مسانن ۾ ايڪانت ۾ ويٺو آهي. کيس ريهي ريهي گهر وٺي آيا. جتي هائي نت نيم سان ستسنگ ڪندو رهيو.

ڀڳت ٽيئون رام پنهنجي منڊلي تيار ڪئي هئي. جنهن کي ساڻ ڪري سنڌ جي مختلف شهرن جهڙوڪ: ڪراچي، حيدرآباد، سکر، شڪارپور وغيره ۾ ڀڄن ياد ڪندو هو ۽ گيان ۽ پريم جو پيغام پکيڙيندو هو ڪنهن به مت ۽ مذهب جي مخالفت نه ڪندو هو سندس لنءُ رڳو پرماتما سان هئي. ڀڳت ٽيئون رام 30 سالن جي ڀر جوانيءَ ۾ ڳوٺ ڪنڌرو کي ڇڏي پنهنجي پوئلڳن سان گڏ اچي ٽنڊي آدم شهر جي ڏکڻ ۾ واريءَ جي پٽن تي آستانو بنايو. پوءِ ته جهنگل ۾ منگل ٿي ويا. اهو آستانو پوءِ "امراپور" جي نالي سان مشهور ٿي ويو. ڀڳت ٽيئون رام سنڌي ۽ هنديءَ ۾ بيت، ڪافيون، ڀڄن ۽ سلوڪ لکندو ۽ ڳائيندو هو ڀڳت جي مشهوري ساڙيلا ماڻهو برداشت نه ڪري سگهيا ۽ انگريز حڪومت کي لکيائون ته هي مهاتما گانڌيءَ جو پوئلڳ ۽ انگريز سرڪار جو مخالف آهي. ڪجهه انگريز عملدارن هن جي آستاني تي اچي جاچ ورتي ۽ ڪانئس متاثر ٿيا ۽ آستان واري سموري زمين کيس لکت ۾ ڏئي ڇڏيائون هن جي آستان تي هندو مسلم سڀ ايندا هئا. هڪ ڀيري ڀڳت ٽيئون رام سائين سميت جهوڪ شريف ۾ وڃي نڪتو هو ماس نه واپرائيندو هو جهوڪ جي بزرگن هن درويش جي احترام ۾ ان سال درگاهه تي گوشت جو راهيو بند ڪري ڇڏيو. ڀڳت ٽيئون رام 20 جون 1942ع تي حيدرآباد ۾ سوامي ماڌو داس وٽ لاڏاڻو ڪيو. کيس امراپور آستان ۾ قائم پريم پرڪاش منڊل ۾ آڻي اگني سنسڪار ڪيو ويو ۽ اتي سندس سماڌي به جوڙي وئي. جتي هر سال ميلو به لڳندو هو ڪانئس پوءِ گاديءَ تي سرمانند مهراج ويٺو. جنهن ڀڳت ٽيئون رام جي روايتن کي اڳتي وڌايو ورهاڱي کان پوءِ سندس رڪ هندستان ۾ جئپور آڻي اتي به سندس سماڌي جوڙي وئي. جتي هر سال ميلو لڳندو آهي. 1977ع ۾ سوامي سرمانند جي لاڏاڻي بعد سندس گاديءَ تي سوامي شانتي پرڪاش مهراج ويٺو. ڀڳت ٽيئون رام جو مکيه آستان ته جئپور ۾ آهي. پر هردوار، آگرا، احمدآباد، بڙودي، پوني، بمبئي، الهاس نگر، لکنؤ ۽ ٻين شهرن ۾ به ڀڳت جي نالي سان آشرم قائم آهن.

**ڀڳت پرتاب:** ڀڳت پرتاب، نارو ڀڳت ۽ ٽيڪو ڀڳت جي نامور خاندان سان واسطو رکي ٿو هن 18 سيپٽمبر 1941ع تي لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو سندس خاندان سنت وسڻ شاهه ۽ سيورام جي ڌرمي درٻارن سان لاڳاپيل رهيو آهي. جنهن سنڌي ڀڳت کي ترقي ڏيارڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو آهي. ڀڳت پرتاب گلريل 55 سالن کان سڄي پارٽ ۾ جتي به سنڌي وسيل آهن ڀڳتي رنگ جو راڳ پيش ڪندو رهيو آهي. پرائمري سنڌي پڙهيل ڀڳت راڳي، جنهن نج سنڌي ڀڳتي راڳ جون ڪيتريون ڪيسٽون جاري ٿي چڪيون آهن ۽ AIR جو مجيل راڳي آهي. آشا گنج اجمير ۾ رهي ٿو.

**ڀڳت پنٿي:** نانڪ پنٿي فرقي جا هي ماڻهو انهن ڀڳتن کان مختلف آهن. جيڪي بابا سوراج ڀڳت، کهوٽا ضلعي راولپنڊي واري جا پوئلڳ آهن. هي گهڻي ڀاڱي پنجاب جي بنون ۽ ديرا اسماعيل خان ۾ رهن ٿا. هي گرونانڪ جو گرنٿ جيپيندا آهن ۽ جمڻ مرڻ واريون سڀ رسمون هندڪيون ائين ٻر هي گرداورين ۾ گرنٿ صاحب ڪو نه پڙهن. نه ڪو سڄو گرنٿ گهر ۾ پڙهن. گرنٿ جا ڪي مخصوص حصا پڙهندا آهن. شادي، سڳڻ وغيره ڌرمشالا ۾ ڪن. مرديءَ کي پوريندا آهن. ساڙيندا نه آهن. نه وري ڪي وڏيون رسمون ادا ڪن. مرڻي پرڻيءَ ۾ گرنٿ صاحب جا ڪي حصا گهر ۾ پڙهن ۽ ڪڙاهه-پرساد ورهائين. ڪنهن به مذهبي جاءِ تي ڪو نه وڃن. نه ڪو مرڻي تي شراڌ ڪن. روزاني عبادت جا تمام ضرور ڪن سا اٿن گرو گرنٿ صاحب کي پڙهڻ هي 6 ڪلاڪ گرنٿ صاحب روز پڙهندا آهن. اهي ڪلاڪ ڏينهن رات جي مختلف حصن ۾ ورهايل هوندا آهن. جيئن سج اڀرڻ کان اڳ، منجهند کان اڳ، منجهند کان پوءِ، سج لٿي کان اڳ ۽ رات جو هي سڪن ۾ تمام آزاد طبقو آهي. جيڪو ڪنهن به مذهبي اڳواڻ کي مڃڻ لاءِ تيار نه آهي.

**ڀڳت پيسو رام:** امر شهيد ڀڳت ڪنور رام جي فرزند پيسو رام 8 آگسٽ 1917ع تي سکر ضلعي جي جرواز ڳوٺ ۾ جنم ورتو پيءُ وانگر ڳائڻ شروع ڪيائين. 1935ع ۾ ڀڳت ڪنور رام سندس شادي جيٺانند زميندار جي نياڻيءَ پريتان ٻائيءَ سان ڪرائي. شاديءَ جي موقعي تي ڪيترا سنت، مهاتمائون ۽ ڳني ڳيائي آيا. پيسورام به ڀڳت ڪنور رام وانگر نماڻو سادو، ٿڌو ۽ سخي آهي پيءُ جي روايت تي قائم رهندي، غريبن جي مدد ڪندو رهيو ابتدا ۾ سکر ۾ مينگهراج جي ڪوٺين تي لکپڙهه جو ڪم ڪندو هو ڀڳت ڪنور رام جي شهادت بعد حالتون سازگار نه ڏسي ڪجهه سال ڪلڪتي طرف پکوڙ ۾ نيڀراج هرومل وٽ منيب ٿي رهيو پنجن سالن بعد وري سنڌ موٽي آيو ۽ جروارن ۾ پورهيو ڪري گهربار جي پالنا ڪرڻ لڳو پيءُ وانگر ڳائڻ وڄائڻ ۽ غريبن جي مدد ڪرڻ جاري رکيائين ۽ ڀڳت ڪنور رام جي شردالن جي خدمت ڪندو رهيو سندس آواز ۾ به سوز هو ورهاڱي کان پوءِ ڏهن سالن تائين جروارن ۾ رهيو. 1957ع ڌاري سنڌ جا وڻ ڇڏي ڀارت ۾ امراتيءَ ۾ وڃي ديرو ڄمايائين اتي ڪنور ڀڳت جو آستان آهي ۽ ان سڄي ايراضيءَ کي "ڪنوررام نگر" سڏيندا آهن. ڀڳت پيسورام، ڀڳت ڪنور رام جي هٿن جوت جلايو ويٺو آهي. ڀارت جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڀڳتي ڪندو آهي. سندس پٽ امراوتيءَ ۾ دڪان سنڀاليندو آهي ۽ پيءُ پيسورام وانگر ستسنگ ۽ ڀڳت رنگ قائم رکيو پيو اچي.

**ڀڳت جُمڙو مل:** ڀڳت جمڙو مل ولد پاڻو مل ذات جو اوڏ هو. هن ديهه ڪرنا، تعلقي عمرڪوٽ ۾ 1933ع ۾ جنم ورتو پرائمري تعليم ۽ گيتا پڙهڻ بعد پنهنجي اباڻي ڌنڌي هاريءَ کي لڳي ويو مجاز جي جوت ڪاٿي شاعري شروع ڪيائين ۽ ان سان گڏو گڏ ڳائيندو به هو.

**ڀڳت چنديرام:** ڀڳت چنديرام رهڙڪي آستان جو ڀڳت هو ڀڳت ڪنور رام جي ديهانت کان پوءِ 'رهڙڪي' آستان کي ڀڳت چنديرام سنڀاليندو هو سادي پوشاڪ سادو چولو ڌوتي ۽ مٿي تي اڇي ٽوپي ۽ ڪلهن اڇي پڳ ٻڌائيندو هو سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ راڳ جون محفلون ڪندو هو. جيڪي ڪجهه پئسو ڏوڪڙ کپڙو لٽو راڳ جي محفل ۾ ملندو هوس سو غريبن، يتيمن ۽ بيواهن ۾ ائين جو ائين



ورهائي چڙهندو هو جيئن ڀڳت ڪنور رام ڪندو هو سندس آواز بلند ۽ مٺو هوندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ڳائيندي ڳائيندي سندس من پرچي ايندو هو سڌائين نماڻائي ۽ نهٺائي، پر رهيو ڀڳت چنديرام ڪيترن ئي انڌن (بي سهارا) کي گهر وٺي ڏنا جيڪڏهن ڪو سوالي ڀڳت وجهندي سوال ڪندو هوس ته اتي جو اتي جهولي ڪري سوالي جو عرض پورو ڪندو هو رهڙڪي آستان تي ڀڳت چنديرام، جيتي چند ۽ پوهي چند جا ميلا منعقد ڪرائيندو هو ميلي ۾ ڪيترن ئي ڀڳتن جون ٽوليون اينديون هيون. ڀڳت چندي رام پاڻ به راڳ جي محفل مچائيندو هو ميلي تي ايندڙ مهمانن ۽ ڀڳتن لاءِ لنگر هلندو هو هُو 42 ورهين جي ننڍي عمر ۾ 29 ڊسمبر 1969ع تي گذاري ويو.

**ڀڳت چيلارام چاولا:** ڀڳت چيلا رام چاولا 10 جون 1933ع تي جِسن شهر بلوچستان ۾ ڄائو تعليم بي اي اٿس. پنهنجي ڀائرن هيري چاولا ۽ موهن چاولا سان گڏ 1960ع ۾ "لوڪ سر" نالو موسيقي جو ادارو جوڙيائين جنهن جو مقصد سنڌي لوڪ ادب ۽ ثقافت کي محفوظ ڪرڻ ۽ ٻين تائين پهچائڻ هو هن اُن سلسلي ۾ هندوستان ۽ هندوستان کان ٻاهر عرب امارات، هانگ ڪانگ، سنگاپور وغيره ۾ ڪيترائي پروگرام ڪيا هن اتي ڀڳت جي ذريعي ناچ راڳ ۽ ٻيا لوڪ رنگ پيش ڪري سنڌي ثقافت کي اجاگر ڪرڻ جون وڏيون ڪوششون ڪيون هن کي 1988ع ۾ ڪلا وڪاس اوارڊ ممبئي ۾ ڏنو ويو. سندس رهائش ممبئي ۾ آهي



**ڀڳت ڏيوجي:** ڀڳت ڏيوجي جو جنم 1930ع ڌاري ٽنڊي الهيار ضلعي جي ڳوٺ شادمان جروار ۾ ڀيل برادري ۾ ٿيو هن موسيقي جي سکيا استاد شاهه محمد ڪلوئي، کان ورتي. سندس وڏا اصل جيسلمير جا هئا، تنهنڪري پاڻ 'جيسلميري' سڏائيندو هو ڀڳت ڪنور رام کان گهڻو متاثر هو تنهنڪري پنهنجي نالي سان ڀڳت ڳنڍي ڀڳتون وجهڻ ۽ ست سنگن ۾ حصو وٺڻ لڳو. شاهه لطيف، مصري شاهه، عثمان فقير ۽ ٻين صوفي شاعرن جو ڪلام پنهنجي مخصوص سريلي انداز ۾ ڳائيندو هو هن سنڌ جي ڪيترن ئي ميلن ۽ عُرسن جي موقعن تي پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيو اهڙي ئي هڪ ميلي تي رئيس ڪريم بخش خان نظاماڻي ماتلي واري جي مٿس نظر پئجي وئي، جنهن سندس فن جي قدرداني ڪندي کيس ماتلي گهرايو ۽ ڪانئس محفل ٻڌي کيس انعامن ۽ سوکڙين سان نوازيو انهي محفل جو ذڪر رئيس ڪريم بخش خان نظاماڻي، پنهنجي مشهور ڪتاب "ڪيئي ڪتاب" ۾ ڪيو آهي ڀڳت ڏيوجي پنهنجي برادري ۾ جوڙهيون ۽ معرڪا به ڏاڍي شوق سان ڳائيندو هو هارمونيم جي ڄاڻو جي حيثيت ۾ ڪيترن ئي شاگردن کي سکيا ڏنائين صوفياڻي طبيعت سبب ڪڏهن به ڪنهن سان ٻاڙو نه ڳالهايائين. فقراڻي رنگ ۾ ورتل هو، فقير نوڙت ۽ نهٺائي، جو نمونو هو گفتگو ۾ نرمي ۽ مٺاس هوس. پر موقعي مهل جي حساب سان چرچا به ڏاڍا سٺا ڀڏائيندو هو. نه ته گهڻو ڪري خاموش رهندو هو سنڌ جي هن صوفي فنڪار 2002ع ڌاري پنهنجي ڳوٺ ۾ وفات ڪئي.

**ڀڳت رامچندر:** ڀڳت رامچندر ذات جو لهاڻو ۽ ڳوٺ "چَر" تعلقي ساماري ضلعي ٿرپارڪر (هاڻي ميرپورخاص) جو رهاڪو هو. سندس جنم 1765ع ڌاري ٿيو رام چندر جي طبيعت ننڍپڻ کان ئي ڀڳتي، ڌانهن مائل هئي، سو جواني ۾ قدم رکندي ئي اچي صوفي "صادق" فقير جو مريد ٿيو پنهنجي نيڪ نيتي، اندر جي اجرائي ۽ جهد جي ڪري، صادق فقير جي ٽن مشهور وڏن (ڪبيرن) خليفن مان هڪ هو سندس فقيري، جا عجيب لقاءُ هئا. ظاهري طرح ته ڀڳت هندو هو پر نماز پنج وقت ئي پڙهندو هو ۽ مراقبو ڪندو هو گهٽ ڪاڻ ٿورو سمهڻ ۽ محنت مزدوري ڪرڻ سندس خاص عادتون هيون سندس معاش جو ذريعو گهوڙ ڪرڻ هو ڏينهن جو ڪڏهن ڪڏهن معمولي رڪ وجهي ڳوٺن ۾ وڪڻڻ ويندو هو ۽ رات جو اچي مرشد جي حاضري، ۾ رهندو هو ڪڏهن ڪڏهن ته گهوڙ جي سانگي ٻري وڃي تڪرندو هو حالانڪ صادق فقير جو فقيرانو گنج ۽ لنگر الڪٽ هو ۽ ڀڳت جيڪڏهن گهوڙ ڇڏي، فقير صاحب وٽ ويهي رهي ها ته به کيس کاڌو ۽ ڪپڙو پيو ملي ها. پر ڀڳت جي طبيعت محنت ۽ مزدوري، کان سواءِ مفت جي ماني کائڻ تي ڪڏهن به راضي نه ٿي. هن ڀڳت جي وسيع المشربي، سخا جون ڪيئي ڪهاڻيون ٻڌجن. ڀڳت رامچندر هڪ بيوه سيده خاتون جي ڏکئي وقت ۾ جيڪا خدمت ڪئي، اها بيمثال آهي. هن جي انهي نيڪي، سخا ۽ خدمت جو داستان ڊگهو آهي ڀڳت رامچندر، صادق فقير جي وفات کانپوءِ تي سال حيات رهيو ۽ 1851ع ڌاري پرلوڪ پڌاريو ڀڳت صاحب سنڌي، جو شاعر هو سندس شاعري بيتن تي مشتمل آهي. سندس بيت سادا ۽ سولا آهن ڀڳت ظاهري طرح هندو هو پر مٿس مسلم فڪر غالب هو حقيقت ۾ هو هڪ صوفي انسان هو سندس هيٺين بيتن مان اهڙو اندازو ڪري سگهجي ٿو:

ڪلمو وڏي قرب مان، پاڻي ويٺو پڙ،
اها راهه "رامچندر" چئي، آهي پيغمبري، پڙ
گروه سنڌو گهر اٿئي اندر جي اوطاق ۾.

ڪلمي سب ڪڪوريا، خواجا نبي ۽ شاهه.
لڳن رنگ "رامچندر" چئي، اندر ٿيا اجها.
پڇي سهڻي پاءِ، تسورو ٿي تور ٿيا.

**ڀڳت روپچند:** ڀڳت روپچند جو جنم 1868ع ڌاري جهامنراءِ جي گهر ۾ حيدرآباد سنڌ جي شهداپوري گهٽي، ۾ ٿيو هو هڪ نماڻو شخص هو ۽ ننڍپڻ ۾ ئي سندس دل ۾ ڀڳتي پاراڻا ڌانهن مائل هوندي هئي. سندس تعليم ڪا ايڏي وڏي نه هئي ميٽرڪ پاس به نه هو 19 ورهين جي ڄمار ۾ پبلڪ سروس ڪميشن جو امتحان پاس ڪري ڪراچي، ۾ "ٽرام وي ڪمپني" ۾ ساڻده 13 سال ڪنڊڪٽر جي نوڪري ڪيائين. جتي ترقي، بعد سندس پگهار 60 رپيا ٿيو. سندس ماڻٽ ڏال روٽي، وارا هئا. ڪراچي، ۾ ملازمت دوران هن جو برهمو سماج وارن سان واسطو ٿيو. ساڌو هيرانند ۽ ديوان تول راءِ جي دوستي، ۾ هن جي اندر ۾ سماجي خدمت ۽ ڀڳتي، جو جذبو پيدا ٿيو روزانو نما شام جو برهمو مندر ۾ ويندو هو هن شادي به ڪئي ۽ هڪ پٽ به ٿيس. 1900ع ۾ جڏهن هن جي عمر 32 سال ٿي ته هن جي من ۾ سوال اٿيا ته دنياداري ۽ ڌن دولت ڇا جي لاءِ؟ سچو ڌن ته آهي خدا/ هري، جو نانءُ ۽ سچو خزانو ته آهي سنتن جي واڻي. پوءِ هن نوڪري، مان ڪڪ ئي پنهنجي آفيسر بروٽن (Bruton) کي استعيفا لکي ڏني، بروٽن صاحب هن کي ڏاڍو ڀائيندو هو ڇو ته روپچند محنتي ۽ ايماندار هو. سمورو وقت نوڪري، فرض شناسي، سان ڪئي هئائين. بروٽن صاحب هن جي استعيفا تي عجب جو اظهار ڪندي، کيس چيو ته تنهنجو پگهار وڌڻ وارو ۽ ترقي ٿيڻ واري آهي. تون نوڪري ڇو ٿو ڇڏين؟ تنهنجي عمر اجا ننڍي آهي،

وڃي سگهي. آءُ تهنجي استعيفا منظور نه ٿو ڪريان. بهرحال هن نوڪريءَ تان استعيفا ڏئي ڇڏي. پٽ هري سنڌر کي آفريڪا ڪمائڻ لاءِ موڪلي ڏنائين ۽ پاڻ حيدرآباد اچي برهمو سماج جي خدمت ڪيائين. غريبن ۽ بي سهارن جي مدد ڪيائين. هٿ ۾ يڪتارو کڻي، پرڀو ڀڳتي، جو ۽ شاهه ريلي ڀڄن ڳائي، ڏکي جي ڪيرت ڪري ماڻهن کي آنند ڏيندو هو. هوٺن ۽ ننڍپڻ کان سندس لاڙو سنتن ۽ بزرگن ڏانهن هو. ان ڪري ڳوٺ ڳوٺ وڃي صوفي ۽ ويدانتي ڪلام ڳائڻ لڳو ته ڪنهن سان بحث ڪيائين. ته دين ڌرم جا ويچا رکيائين. هندو مسلم ايڪتا جو پرچار ڪيائين. ٽي سال آفريڪا ۾ رهڻ بعد پٽس به واپس حيدرآباد هليو آيو ۽ پيءُ کي چيائين ته "سندس من ٻاهرين ملڪ نوڪريءَ ۾ نه لڳو." پيءُ کيس ڪجهه نه چيو. پٽس هڪ سنڌورڪيءَ وٽ ڪا معمولي نوڪري ڪرڻ شروع ڪئي. در ماهه کيس 20 رپيا ملندا هئا ۽ ڀڳت روچند کي پراويڊنٽ فنڊ مان ڪجهه رپيا مليا ۽ پٽ جي مختصر ڪمائي، مان گهر جو سادو گذر ڪندو رهيو. سادو کاڌو، سادي پوشاڪ ۽ سادگيءَ واري زندگي گذاريائين. سوير صبح جو ڀڳت ۽ ڪيرت ڪرڻ بعد ڦليليءَ تي ميونسپل اسپتال ۾ وڃي مريضن جي پنهنجي هٿن سان ملم پٽي ڪندو هو ۽ ڪو به اجورو نه وٺندو هو. 12 وڳي اسپتال مان واندو ٿيندو هو. مهيني ۾ 100 رپيا دان ڪندو هو. پئسا ڪٿان آڻيندو هو ڪو به نه ڄاڻندو هو جڏهن به ڪنهن غريب جي جهڳي ڪري پوندي هئي ته وڃي سندس مددگار ٿيندو هو.

ڀڳت روچند، برهمو سماج حيدرآباد جي ميمبرن ۾ وڏو انساهه پيدا ڪيو. اڄ جو سڄو ڏينهن برهمو مندر ۾ ڀڄن ڳائڻ ۽ ڪٿا ڪيرتن ڪرڻ ۾ گذاريندو هو. سادو ٽي ايل واسواڻي، جهڙو عظيم شخص به ڀڳت روچند جي سنگ ۾ ڪيترا سال رهيو ۽ ڪانئس آسيس ورتائين. ڀڳت روچند برهمو مندر کان سواءِ پنهنجي گهر ۾ به ڀڄن پاڙ ڪندو هو. جتي ڪيترا پريمي اچي لاڀ حاصل ڪندا هئا. هر آرتوار ۽ ڇنڇر تي صبح جو 5 وڳي حيدرآباد جي گهٽين ۽ بازارن ۾ ڪيرت لاءِ نڪرندو هو. جمعي جي ڏينهن برهمو سماج جي ڪنهن ميمبر جي گهر ۾ ڀڄن پاڙ ڪندو هو. سندس زبان ۾ مٺاج هو. هر هڪ سان پيار ڪندو هو. ڀڳت روچند ڪراچيءَ ۾ ٻارڙن لاءِ هڪ نائيٽ اسڪول برپا ڪرايو هو. جتي ڏينهن جو نوڪري ڪندڙ رات جو ٻارن کي مفت تعليم ڏيندا هئا. سندس سڄيءَ ڄمار جي بچت 500 رپيا هئي. جيڪي لڪائي مهارشي ديويندر نات جي يادگيريءَ لاءِ ڪراچيءَ جي برهمو مندر ۾ هڪ آشرم ٺهرائڻ جي فنڊ ۾ ڏئي ڇڏيائين.

ڀڳت صاحب 12 سيپٽمبر 1934ع ڌاري صبح جو 8 وڳي رام نام جپيندي پنهنجا پساهه پورا ڪيا. ڀڳت جي ياد ۾ سندس پاٽتي ڊاڪٽر پريتمداس وشنداس هڪ ڪتاب "روپ مالها" ڇپايو. ٻارڙن لاءِ تندرو ڪتاب "روپ مالها" ڌار ڇپايائين جنهن ۾ ڪيترن سنتن ۽ بزرگن جا پريم ڀريا ڀڄن هئا. ڪراچي رام باغ ۾ ڀڳت روچند جي ياد ۾ هڪ خيراتي اسپتال قائم ڪئي وئي. جنهن ۾ ڊاڪٽر پريتمداس نارائي مفت دوا درمل ڪندو هو. ان ڪانسواءِ ڪراچي برهمو سماج ڀڳت صاحب جي ياد ۾ "مفت ڪتاب گهر" قائم ڪيو. جنهن مان عام پڙهندڙ لاڀ حاصل ڪندا هئا.

**ڀڳت سنتو داس:** ڀڳت سنتي داس جو خاندان ڀڳت وڄهندڙ مشهور خاندان هو. سندس جنم 1899ع ڌاري ضلعي نوشهري فيروز. تعلقي ڪنڊياري جي خانواهڻ ڳوٺ ۾ ٿيو. جنم جي پوري تاريخ ۽ مهيني جي ڄاڻ نه ملي سگهي آهي. خانواهڻ ۾ سندس وڏا آباد هئا. سندس ڏاڏي ڀڳت گوپالداس جو سچو، سنڌ ۾ نالو هو. هن پنهنجي پٽ ڀڳت ايسرداس کي ڀڳت جي فن ۾ ماهر بڻايو. ڀڳت سنتيداس پنهنجي پيءُ ڀڳت ايسرداس کان اها ڪلا سکي. ڀڳت سنتوداس ڀڳت جي فن سکڻ کان پوءِ ڪلاسيڪي سنگيت سکڻ لاءِ بمبئيءَ ويو. جڏهن اتان موٽيو ته سندس ڪانٺيءَ ۾ اهو جلوو اچي ويو. جو سنڌ ۾ سندس هاڪ هنڌين ماڳين ڦهلجي وئي.

ڀڳت سنتوداس ڪنهن اسڪول ۾ ڪو نه پڙهيو. پر گرمکي ۽ هندڪا اکر لکڻ پڙهڻ ڄاڻندو هو. هوٺن ته سندس ڏاڏو ڀڳتون ڪرڻ هو. پر خانواهڻ ۾ سندس ابائڻو باغ ۽ زمين ٽڪر به هو. جڏهن ڀڳتن جو ڪو پروگرام نه هوندو هو ته هو پنهنجي باغ ۽ زمين جي سار سنڀال لهندو هو. گهر ۾ کاڌي پيتي جي ڪمي ڪا نه هئس. ان ڪري هو پنهنجو وقت رياض ۾ صرف ڪندو هو.

ان وقت ڀڳت ۾ ٽي ساز عام هوندا هئا. ڍولڪ، طبلو ۽ سارنگي. پوءِ سارنگيءَ جو رواج گهٽجي ويو ۽ ان جي جاءِ باجي والاري. ڀڳت سنتي داس سان گڏ طبلي تي سندس چاچو ڀڳت جهمترام سنگت ڪندو هو ۽ باجو سندس فرزند ڀڳت تهلرام وڄائيندو هو. ڀڳت سنتوداس اڪثر ڪنڊياري واري سائين سنمڪداس جون ڪافيون ڳائيندو هو. سائين سنمڪداس شاعريءَ جي سکيا ڪشنچند بيوس کان ورتي.

ڀڳت سنتوداس آزاديءَ جو اپاسڪ هو. هڪ ڏينهن نوابشاهه ۾ سندس ڀڳت هئي. ڪليڪٽر کي جڏهن خبر پئي ته هن ڀڳت ڏانهن نياپو موڪليائين ته جيڪڏهن ديش ڀڳتي، جا گيت نه ڳايو ته پوءِ مان اچي ڀڳت ٻڌان. ڀڳت صاحب جهٽ حامي ڀري. رات جو ڀڳتي ڪندي ڀڳت صاحب کان ڪليڪٽر کي ڏنل وعدو وسري ويو ۽ هن ديش ڀڳتيءَ جو گيت ڳايو. ڪليڪٽر تپ ڏئي اٿيو ۽ ڀڳتي، مان هليو ويو ۽ بنگلي تي وڃي حڪم ڪيائين ته ڀڳت کي هڪدم گرفتار ڪيو وڃي. قضا سان ان رات هاسانند جادوگر ۽ ديش ڀڳت نيوندرام وشنداس به انهيءَ ڀڳتيءَ ۾ حاضر هئا.

ڀڳت سنتي داس آڪٽوبر 1969ع ۾ لاڏاڻو ڪيو.

**ڀڳت سنگھ:** برصغير جي آزاديءَ جو هيرو ڀڳت سنگھ، پنجاب



صوبي جي ضلعي لائل پور (فيصل آباد) جي ڳوٺ "بنگھه" ۾ ڄائو. جليان والا باغ امرتسر ۽ عدم تعاون تحريڪ جي خوني واقعن هن نوجوان کي باغي بڻايو. 1921ع ۾ اسڪول ڇڏي نئشنل ڪاليج لاهور ۾ تعليم شروع ڪيائين. 1927ع ۾ لاهور جي بم ڌماڪن ۾ گرفتار ٿيو. آزاد ٿيڻ کان پوءِ "نوجوان ڀارت سڀا" نالي تنظيم ناهيائين ۽ انقلاب پسندن سان شامل ٿي ويو. 1928ع ۾ هندستان سائمن ڪميشن جي آمد وقت لاهور ريلوي اسٽيشن تي زبردست احتجاجي مظاهرو ٿيو. پوليس لاٺي چارج ڪئي. جنهن ۾ لالا لجپت راءِ زخمي ٿي پيو. ان وقت لاهور جو سينئر سپرنٽينڊنٽ پوليس مسٽر اسڪاٽ هو. انقلاب پسندن کيس قتل ڪرڻ جو منصوبو جوڙيو. پر هڪ ڏينهن اسسٽنٽ سپرنٽينڊنٽ پوليس کي آفيس مان نڪرندي ڏوراج ۽ ڀڳت سنگھ گوليون هڻي قتل ڪري ڇڏيو. خانبهادر شيخ عبدالعزيز ڪشمير بلڊنگ لاهور ۾ هڪ رات ڇاپو هڻي مڙني انقلابين کي گرفتار ڪيو. لاهور ۾ مقدمو هليو ۽ ڀڳت سنگھ ۽ سندس سائي سکديو کي موت جي سزا جو حڪم ٻڌايو ويو. قيد دوران به

هنن آزاديءَ جي پرچار ۽ پنهنجا مطالبا مڃائڻ لاءِ بک هڙتالون ڪيون ۽ سخت تشدد سٺو. 23 مارچ 1931ع تي هنن ٽنهي سورمن کي ڦاهي، تي لٽڪايو ويو. ستلج درياهه جي ڪناري تي ٽنهي جا لاش ساڙيا ويا.

**ڀڳت سنگهه کي ڦاسي** (ڪتاب): شيخ اياز جي هن "منظوم ناٽڪ" ۾ ڀڳت سنگهه، سکديو ۽ ساٿين جي انقلابي جدوجهد کي "سنگيت ناٽڪ" جي




صورت ۾ پيش ڪيو ويو آهي. سنڌيءَ ۾ قليچ بيگ ۽ لڇمڻ شاهه جي سنگيت ناٽڪن کان پوءِ هي جديد سنڌي شاعريءَ جو بهترين سنگيت ناٽڪ آهي. هن ڪتاب جو مهاڳ نامياري اديب رشيد ڀٽي جو لکيل آهي. نيو فيلڊس حيدرآباد واران هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو آگسٽ 1986ع ۽ ٻيو ڇاپو سيپٽمبر 1987ع ۾ شايع ڪيو ويو.

ڪچي جلد سان 70 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 15 روپيا آهي. هن ڪتاب جا ٻئي ڇاپا سنڌي ساهت گهر حيدرآباد ۾ ڇپايا آهن.

**ڀڳت ڪبير:** سنڌي ڪنڌ جي ويدانتي صوفي شاعر ڀڳت ڪبير جو جنم چوڏهين صديءَ جي آخر ۾ ٿيو پندرهين صدي عيسويءَ جي شروعات جو زمانو. جڏهن هندوستان جي ڪجهه حصي تي ابراهيم لوڌيءَ جي حڪومت هئي. سنڌي ڪنڌ ۾ وڏي اٿل پٿل ۽ مذهبي وسوسن جو زمانو هو. سنڌو ڪنڌ انڌن عقيدن طرف وڌي رهيو هو ان ئي دور ۾ اڄ کان تقريباً 600 سال اڳ فقير طبيعت جو مالڪ ۽ صاف گو انسان، ڀڳت ڪبير پيدا ٿيو سندس پوئلڳن جو گهڻو حصو ان ڳالهه تي متفق آهي ته 1398ع ڌاري


ڀڳت ڪبير جي خيالي تصوير

بنارس جي ڪاشي شهر جي نيرو ۽ نيما نالي ٻن اولاد جوڙي کي صبح سوير جمنا نديءَ جي ڪناري تي تازو ڄاول ٻالڪ ڪبير مليو. ڪاشيءَ جا هي ڪوري جيتوڻيڪ مسلمان ٿي چڪا هئا، پر پوءِ به ناٿ پنٿ جي يوگين جو اثر مٿن نمايان هو. ذات پات جي اثر ڪري هندو توڙي مسلمان هن ڪوري خاندان کي عزت جي نگاهه سان نه ڏسندا هئا. ڪبير هن ڪورين وٽ پلجي وڏو ٿيو هن لوئي نالي هڪ لاوارث عورت سان شادي ڪئي جنهن مان کيس ڪمالو ۽ ڪمالي نالي هڪ پٽ ۽ هڪ ڌي پيدا ٿيا چون ٿا ته ڀڳت ڪبير اڻ پڙهيل هو ۽ ڪورڪو ڪم ڪري گذران ڪندو هو ڀڳتي مارگ جي مشهور ڀڳت سوامي رامانند جو چيلو ٿيو ڀڳت ڪبير 27 سال جي عمر ۾ مشهور بزرگ گرونانڪ سان گڏيو 120 سالن جي طويل عمر ماڻڻ کان پوءِ 1518ع ۾ مگهر شهر ۾ چولو مٽايائين. سندس خاڪي جسم تي هندن ۽ مسلمانن جي وارثي ڪري جهڳڙو به ٿيو هو.

ڀڳت ڪبير طبيعت ۾ سادو، ٻي ڏيو، صاف گو ۽ خيالن جي آزاديءَ جو قائل هو. ذات پات جي فرق، هندو مسلم نفرت، انڌن عقيدن مورتي پوڄا ۽ ٻاهرئين ڏيک جو سخت مخالف هو هن سنڌي هوندي کان ئي ناٿ يوگين جي روحاني رياضت جو طريقو سکي ورتو هو پر ڀڳتي، مارگ جي اڳواڻ سوامي رامانند جي چيلي ٿيڻ ڪري کيس يوگ جي راهه جي خشڪي ۽ ڀڳتي جي رستي جي لذت جو احساس ٿيو پوءِ هن يوگ جي سالاناڻن (مشقن) ۽ ڀڳتي مارگ جي پريم راڳ کي ملائي نئون "سنت مارگ" يا "سنت واد" تخليق ڪيو سنت واد جا هيٺيان اصول چيا وڃن ٿا: (1) پرماتما (خدا) جو لطيف ترين تصور، (2) گرو (مرشد) ڪرڻ جي ضرورت، (3) انسان کي خدا جي جوت (روشني) جو حصو سمجهڻ، (4) ستسنگ (سڄڻ جي سنگيت) ڪرڻ، (5) ويراڳ (دنيا کان ڪنارو) ڪرڻ، (6) نفس جي نفي ڪرڻ، (7) گوشت خوري ترڪ ڪرڻ، (8) ذات پات جو خاتمو، (9) محنت ڪري ڪمائي کائڻ، (10) انسانن ۽ جانورن تي رحم ڪرڻ.

ڀڳت صاحب هر ڳالهه کري ۽ پوري سکهه سان چوڻ جو قائل هو ان ڪري برهمڻ، پنڊت، قاضي ۽ مُلا سندس خلاف هئا. مذهبي ٺيڪيدارن مٿس لڳايل ڪوڙن الزامن هيٺ وقت جي حاڪم سڪندر لوڌيءَ، کيس هٿ پير ٻڌي گنگا نديءَ ۾ ڦٽو ڪرڻ، باهه ۾ ساڙائڻ ۽ هاٿي جي پيرن هيٺان لتاڙائڻ جهڙيون سخت سزائون ڏنيون پر هو اهو ئي چوندو رهيو ته "آءٌ هڪ رام کان سواءِ ٻئي کي سلام ڪريان ئي ڪو نه". سندس نظريي جي جهلڪ هن شعر ۾ ڏسي سگهجي ٿي.

ايڪ نرنجن الله ميرا،
هندو ترڪ دونون نهين ميرا.

راکون ورت نه محرم جانا،
تس سمرون جو رهي نِدانا.

پوجا ڪرون نه نماز گذارون،
ايڪ نراڪار هردئہ نمسکارون.

نا حج جائون، نا تيرٿ پوجا،
ايڪ پڇاڻيا تئہ ڪيا دوجا.

ڪهه ڪبير پرم سب پاگا،
ايڪ نرنجن سون من لاگا.

ڀڳت ڪبير انڌن عقيدن جو ايترو ته مخالف هو جو جڏهن کيس خبر پئي ته ڪجهه ماڻهن اهو عقيدو جوڙيو هو ته "جيڪو ماڻهو ڪاشي شهر ۾ مرندو، اهو سڌو سرڳ ويندو" ته هو وفات وقت ڪاشي ڇڏي، مگهر هليو ويو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين.

ڀڳت ڪبير هنر يا ڪلا ڏيکارڻ لاءِ شاعري نہ ڪئي. پر هن جي ويچار ڌارا صرف سچ جي ڳولا لاءِ هئي ۽ سچ کي ظاهر ڪرڻ سندس مقصد هو. جيتوڻيڪ سندس شاعري مستانہ رنگ جي آهي. پر پوءِ بہ سندس شعر ۾ قافيو، تجنيس حرفي ۽ تشبيهون نمايان نظر اچن ٿيون. ان کان سواءِ عام چوڻيون، ڀهاڪا ۽ داستانن جا ڏانا موجود آهن. ڪبير جي واڻي ٻوهن چوپاين ۽ واڻين (ٻاڻين) تي مشتمل آهي. ڪبس واڻي، جو شهنشاهہ جيو وچي ٿو.

ڪبير پنهنجي سندس شاعريءَ کي چئن حصن ۾ ورهايو آهي (1) ڪرٽ واڻي، (2) مول گيان، (3) ساکي، (4) بيجڪ.

شايد اهي فڪر جون ڳالهيون آهن. ڪبير بابت سون جي تعداد ۾ ڪتاب موجود آهن. بنگالي ٻوليءَ ۾ لکيل "ڪبير کي پد" جو انگريزيءَ ۾ ترجمو مشهور ڪوي رابندرناٿ ٽئگور ڪيو هو. جيڪو " One hundred Poems of Kabir" عنوان سان شايع ٿيو هو.

ڪبير جي ٻوليءَ بابت هندستاني دانشورن جو رايو آهي تہ اها ادبي ٻولي نہ آهي. پر اها گڏيل ٻولي آهي. ڪبير پاڻ چيو آهي "ميري ٻولي پوربي". ڪبير جي اٿڻ ويهڻ هئڻ ۽ سندس چيلن جي پنجاب، بهار، اترپرديش ۽ راجستان ۾ هئڻ ڪري سندس رچنائن ۾ راجستاني، پنجابي، عربي، فارسي ۽ سنسڪرت جا لفظ شامل ٿي ويا آهن. پر عام ماڻهن جي دلين ۾ سندس شاعري ايتري تہ مقبول هئي ۽ آهي. جو اهو چئي سگهجي ٿو تہ ڪبير جنهن ڳالهہ کي جنهن صورت ۾ چوڻ چاهيو ان کي ان روپ ۾ ان ٻوليءَ ۾ چئي سگهيو آهي. ٻولي ڪبير جي ڳولي نظر اچي ٿي.

ڀڳت ڪبير جي مستي، فقيري سڀاءُ ڪري طبيعت ۽ بي پرواهيءَ ڪري سندس شاعريءَ ۾ فطري وهڪ موجود آهي. جنهن ڪبس هندي ساهتيہ جو لاثاني شخص بڻائي ڇڏيو آهي. سچ تہ اهو آهي تہ اڄ ڏائين هندي شاعريءَ ۾ ڪبير جهڙو طنز نگار شاعر پيدا ٿي نہ ٿي سگهيو آهي. نهايت سادو ۽ نهايت سخت. سندس شاعري جنجهوڙڻ واري آهي. ڪبير بين سنتن يا مهاتمائن وانگر سنسار جي جدوجهد کان پاسي ٿيڻ جو اپديش ڪڏهن بہ نہ ڏنو. پر هو اهڙي سوچ سان ٽڪر کائڻ جو حامي هو. هو ڪرانتيڪاري (انقلابي) هو سندس شعر جو نمونو هي آهي.

اکٿ ڪهاڻي پريم ڪي، ڪڇ ڪهي نہ جاءِ،
گونگي ڪيري سرڪرا، بيٺا سو مسڪاءِ.

(پيار جي ڪهاڻي ڪٿڻ کان مشڪل آهي. ان بابت ڪجهہ نہ ٿو چئي سگهجي. هي گونگي جي ڳڙ کائڻ مثل آهي. جيڪو کائي رڳو پيو مرڪي).

ڪبير پريم اتسي، جيسي لمبي ڪجهور،
چڙهي تو چاکي پريم رس، ڳري تو چڪنا چور.

(ڪبير پيار ڏکي ڪجيءَ وانگر آهي. ڪو چڙهي ويو تہ مٺاس چکيندو ۽ جي ڪريو تہ چڪنا چور ٿي ويندو)

پريم نہ کيتون نپجئہ، پريم نہ هاٽ بڪاءِ،
راجا پرجا جس رچئہ، سيس ديئي لئہ جاءِ.

(پيار کي ٻنين ۾ پيدا ٿئي ۽ نہ ٿي دوڪانن تي وڪامي. چاهي بادشاهہ هجي يا رعيت، سر ڏئي وٺي سگهي ٿو).

ڪبير جب هم آئي سنسار ۾، جگ هنسا هم روءِ،
اب ايسي ڪرني ڪر چلو ڪہ هم هنس جگ روءِ.

ويدانيت ۽ تصوف ۾ هڪجهڙائي آهي. شاهہ عبداللطيف تي بہ ڀڳت ڪبير جو اثر معلوم ٿئي ٿو. ان جا ڪجهہ مثال هيٺ ڏجن ٿا:

جي تو بيت ڀانئيا، سي آيتون آهين،
نيو من لائين، پريان سندي پار ڏي.

(شاهہ)

تم جن جانو گيت هئہ، يہ نج برهم ويچار،
ڪيول ڪهہ سمجهائيا، اتم ساڌن سار.

(ڪبير)

اکين ۾ ئي ويهہ، تہ آءٌ واري ڍڪيان،
توکي ڏسي نہ ڪو ٻيو، آئون نہ ڏسان ڪي ٻيو.

(شاهہ)

آئو نين همارڪي، مين نين جهانپ هي لون،
نہ اور کو ديکهون مين، نا توهي ديکهن دون.

(ڪبير)

اندر آئينو ڪري، پرين تون پسج،
اتهي راهہ رميج تہ مشاهدو ماڻئين.

(شاهہ)

هردا ڀيتر آرسي، مک نہ ديکا جاءِ،
مک تو تبهي پر گهٽئہ، جي من کي ديتا جاءِ.

(ڪبير)

سنڌ ۾ پنيور ۽ گهاري جي پرسان 'ڪبير جا پٽ' بہ موجود آهن. چون ٿا تہ 'ڪبير ڀڳت' سنڌ ۾ بہ آيو هو ۽ کي ڏينهن هتي آستانو هئس. هڪ روايت موجب جيئن تہ ڪبير ڀڳت ڪوري هو ۽ هتي جي ڪورين کي هن لاءِ ايتري تعظيم هئي. جو ڪبير ڀڳت جو آستانو هتي ۾ قائم ڪيائون. جيڪو اڄ تائين موجود آهي ۽ ڪبير ڀڳت جي پٽ ڪمال ڀڳت جو ميلو هر سال هتي ۾ وڏي ڌام ڌوم سان لڳندو آهي. ٻي روايت موجب اهو ڪبير اصل ۾ سيد ڪبير شاهہ ساڪري جي پاسي جو سيد ۽ وڏو شاعر هو ۽ اهو پٽ انهيءَ ڪبير شاهہ ڏانهن منسوب آهي ۽ نہ ڪبير ڀڳت سان!

ڪبير جي ڪلام جو سنڌي شاعريءَ تي عام اثر موجود آهي. جيڪو پنائي ۽ سامي، کان وٺي سچل سرمست تائين ملي ٿو. شاهہ ۽ ڪبير جي حوالي سان ۽ خود ڪبير جي شاعريءَ ۽ پنٿ بابت سنڌيءَ ۾ ڪافي مواد لکيو ويو آهي.

**ڀڳت ڪنور رام:** 13 اپريل 1885ع. سنڌ جي راڳ، لوڪ رس جي دنيا جو هڪ امر ڏينهن هو. هن ڏينهن تي ڀڳتيءَ ۽ لوڪ رس راڳ جي راڻي ڀڳت ڪنور رام ميرپور ماٿيلي جي ڳوٺ "جروار" ۾ جنم ورتو. ڀڳت ڪنور رام جي والد جو نالو تاراچند ۽ سندس ماءُ جو نالو تيرٿ ٻائي هو. جنهن وقت ڪنور رام ڄائو ان وقت هڪ صوفي بزرگ سنت کوتارام، جروار ڳوٺ ۾ آيو. تاراچند، هيءُ ننڍڙو ٻار کڻي وڃي سنت کوتارام جي جهوليءَ ۾ وڌو. جنهن ٻار جو نالو "ڪنوررام" رکيو. شروع ۾ ڪنور رام سنڌي



پڙهڻ ويٺو. ان کان پوءِ فارسي پڻ سکيو. سندس پيءُ تاراچند کي زمين جو ٺڪرو هو. ڪنور رام ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي پيءُ جي هلايل هڪ گهوڙي تي سنڌ جي مختلف شهرن ۾ چار ڪلهيندو هو. ان دوران گوٺ حيات هلائيندو هو جوان ٿيو ته ڪُهر وڪڻ شروع ڪيائين. ان دوران گوٺ حيات پتافيءَ جي دربار ۾ پاڻي هلسارام کان گرمڪي ۽ سکندو رهيو. دربار ۾ آئي وٺي جي ٿهل ٺڪور پڻ ڪندو هو. اتان جو هڪ سنت ستراماس ڪيس سنتن ۽ پڳتن جون ڪهاڻيون ٻڌائيندو هو اتي ئي ڪنور رام، ستراماس کان پڳت وجهڻ سکي ۽ سندس سنگ ۾ خود به سنت ٿيو ۽ سنڌ جي سنتن جو سرتاج بڻجي ويو.

سنت سترام داس سان پڳت ڪنور رام جي هڪ واقعي وسيلي واقفيت ٿي. هڪ دفعي سترام داس صبح جو جروارن ۾ اسر مهل پڳت پئي ڪئي ته ڪهڙن ڪهاڻن واري جو هوڪو ٻڌائين. هوڪو اهڙي مٺڙي آواز ۾ هو جو سنت سترام داس ڪهڙن وٺڻ لاءِ مجبور ٿي پيو. اهو ڪهڙن وڪڻ وارو ڇوڪرو ڪنوررام هو جنهن سنت سترام داس کان پئسن وٺڻ کان انڪار ڪيو ۽ سنت سترام داس جو پيار، پنهنجائپ ۽ پاڻ ڏسي هميشه لاءِ سندس چاڪريءَ ۾ رهي پيو ۽ اتي ئي رهي پڳتي ۽ سنگيت جي تعليم سان رچي ريشو ٿيو. 1903ع ۾ منگهرياڻين جي زميندار پاڻي اوتو مل جي نياڻيءَ سان سندس شادي ٿي. پڳت ڪنور رام باقاعدي پڳتون وجهڻ شروع ڪيون. ان دوران کيس جيڪي ڪجهه ملندو هو اهو غريبن ۽ محتاجن ۾ ورهائي ڇڏيندو هو هڪ پيري پڳت ڪنور رام شهدادڪوٽ ۾ ايا پڳت وڌي ته هڪ فقير دانهن ڪئي: "خالي جهولي ڀري ڏي، ٻچا ڀيا بک ۾ پاهه ٿين." پڳت پنهنجي جهوليءَ مان مٺ ڀري ان فقير کي ڏني. فقير ڏٺو ته اهي سڪا چانديءَ جا نه پر ٽامي جا آهن. سو ڪاوڙ مان سڪا ڪٺي پڳت جي منهن ۾ هنيائين ۽ کيس گهٽ وڌ ڳالهايائين لڳو. پڳت ڪنور کي جڳو خاصو ڌڪ لڳو. پڳت جا پريمي ان فقير تي ڪاوڙجي پيا، پر پڳت هڪدم اُٿي پريمين کي روڪيو ۽ فقير کي چيائين "آيا ڏيڻ وارو به الله ۽ وٺڻ وارو به الله، باقي مارئي هروپرو موں مسڪين کي." اهين چئي پي به مٺ ڀري فقير کي ڏنائين. ڪنور پڳت وٽ هندو مسلم جو مت ڀيد نه هو. ڪو به سوالي ايندو هو ته خالي موٽي نه ويندو هو.

اڳتي هلي ڪنور رام پنهنجي ٽوليءَ سان گڏ پڳت ڪرڻ لاءِ ٻاهر وڃڻ لڳو ته ڪيترائي غريب ۽ يتيم وٽس سوال کڻي ايندا هئا. جيڪي پڳت ڪنور رام پورا ڪندو هو هڪ پيري هڪڙي سواليءَ نياڻيءَ جي شاديءَ ۾ مدد لاءِ سوال ڪيو. ڪنور رام اتي جهولي جهلي سوں چانديءَ جي ڳڀن سان گڏ 1100 رپيا جمع ڪري سواليءَ کي ڏنا. اهڙيءَ طرح ڪنور رام ڪيترن ئي سوالين جي مدد ڪندو رهيو.

پڳت ڪنور رام پڳتيءَ جي ڳائڪي يا لوڪ راڳ ۾ جيڪا جاءِ والاري، تنهن ۾ پنهنجي دور جي ۽ خاص ڪري پوئين دور جي سڀني پڳتن کي پوئتي ڇڏي ويو. هن پنهنجي آواز جي جادوءَ ۽ انداز سان سنڌ ۾ پڳتي ڳائڪيءَ جو نئون بنياد وڌو. سنڌ ۾ داستان گوئيءَ جو رواج تمام قديم رهيو آهي. خاص ڪري حڪمرانن ۽ بادشاهن جي لڙاين دوران حصو وٺندڙ پهلوانن جي ويڙهه ۽ مرڻ تي جيڪي داستان بيان ڪيا ويندا هئا، سي ڳاهن جي صورت ۾ هوندا هئا. اها شاعري سنڌ جي واهڻن وستين ۽ ڪچهرين ۾ چارڻ سرندن ۽ دنبورن تي وڄي ڳائيندا وڄائيندا هئا. سنڌ ۾ پڳتي ڳائڻ جو انداز پڻ ٽولن جي صورت ۾ وجود ۾ آيو. پڳت ڪنور رام جو ٽولو هوندو هو. مشهور هو پر پڳت صاحب سدائين اڪيلو ڳائيندو هو ۽ اهڙي ته منفرد انداز ۾ ڳائيندو هو جو هن مهل تائين راڳ جي دنيا ۾ جيئن استاد محمد جمن جو نقل ڪرڻ تمام ڏکيو آهي بلڪل ائين پڳت ڪنور رام جي ڳايل صوفيانه ڪلام جو نقل ڪرڻ مشڪل آهي. سائين جي. ايم. سيد پنهنجي ڪتاب "جنب گذاريم جن سين" ۾ هڪ هنڌ لکيو آهي ته "جڏهن پڳت ڪنور رام جو ڳايل هيءُ ڪلام ٻڌندو آهيان:

آءٌ ڪانگا ڪر ڳالهه،
موں سان تن مارُوئڙن جي

ته ان وقت ڳاڏو ڳائيندو هجان يا پڙهندو هجان پئي ڪم ڇڏائي ويندا اٿم." سائين جي. ايم. سيد اڳتي اهو به لکي ٿو ته پڳت ڪنور رام ناٽڪ پڻي سلسلي سان واسطو رکندو هو.

جيتوڻيڪ راڳ جي دنيا جي سڀني ڳائڻن هن مهل تائين ڪنهن نه ڪنهن طرح راڳ کي پنهنجي معاش جو ذريعو بڻايو پر پڳت ڪنور رام واحد راڳي هو جنهن راڳ جي ڪمائي غريبن ۽ نادارن جي مدد لاءِ ڪتب آندي. چون ٿا ته هڪ پيري پڳت ڪنور رام پير جي ڳوٺ واري مندر ۾ پئي ڳايو ۽ آخري راتڙو پئي ڳايائين ته پوليس اچي ڪڙڪي. هڪ فريادي قرضن جي لوڳاڙن لاءِ هڪ ماڻهوءَ کي پوليس جي حوالي ڪيو ته ڪنور رام ان کي ڇڏائڻ لاءِ "جهولي" ڪئي ۽ راڳ تڏهن بس ڪيائين جڏهن فريادي چيو ته "سائين! منهنجا پئسا پورا ٿي ويا."

ماستر چندر اعتراف ڪندو هو ته هن "اڙ وڃ طوطل مارُيءَ" وارو ڪلام، ڪنور رام کان سکيو ۽ ڳايو جنهن جي اکر اکر ۾ تان هڻڻ وارو انداز هو ڪنور رام گهڻو ڪري آخر ۾ "راڳ مارو" ڳائيندو هو ۽ هر محفل جي پڇاڙي "مارو" راڳ ڳائي ڪندو هو پڳت چندر چوائي ته پاڻي ڪنور رام "مارو" راڳ ڳائڻ جو سبب اهو ٻڌائيندو هو ته جيئن انسان کي "موت" جي يادگيري رهي.

نامياري اديب علي احمد بروهيءَ ڪنور رام بابت هڪ هنڌ لکيو آهي ته "پيحل ۽ راءِ ڏياچ نه ٻڌوسين ۽ نه ڏٺوسين پر اسان هڪ اهڙو سخي ڏٺو جيڪو ڏيئي نه پڇاڙي، سو هو پڳت ڪنور رام."

ڪنور رام زندگيءَ جو آخري راڳ ماڃهندن ۾ ڳايو. ماڃهند شهر مان ڳائي ريل ۾ چڙهي دادوءَ ۾ لٿو ۽ اتان پيءَ گاڏيءَ ۾ سکر وڃڻ لاءِ رڪ اسٽيشن تي پهتو ته گاڏي ڇٽڻ بعد کيس پير صاحب پرڃونديءَ جي هڪ مريد ۽ ظالم شخص جان محمد جلباڻيءَ بندوق هڻي زخمي ڪري وڌو. گاڏيءَ ۾ علاج نه ٿيڻ سبب ٻاگڙجي اسٽيشن تائين رت وهڻ سبب ڪنور رام لاڏاڻو ڪيو. سکر روهڙيءَ ۽ ٻين شهرن ۾ هندو توڙي مسلمان هن افسوسناڪ حادثي تي غم کان ڏاڍو مشتعل ٿيا. اهو حادثو 1 نومبر 1939ع تي ٿيو ۽ سندس اڳني سنسڪار 2 نومبر تي ڪيو ويو. سندس آخري آرامگاهه رهڙڪيءَ ۾، سنت سترام داس جي قدمن ۾ آهي.

سنڌ اندر ڪجهه نامپارا ڳائڻا اهڙا به پيدا ٿيا، جن جو گهرائو ڪڏهن به راڳداريءَ جي حوالي سان مشهور نه هو. تن ۾ استاد الهڏنو ٽوناري، استاد منور علي شاهه سکر وارو، موهن پڳت ۽ سنت ڪنور رام خاص ڪري شامل آهن. پر انهن ۾ ڪنور رام، پڳتيءَ جو جيڪو انداز اختيار ڪيو سو سڌو سنئون صوفياڻي ثقافت جي عڪاسي هئي. جامو ۽ چيس خاص ڪري ڪنور رام تي متعارف ڪرائي. استاد محمد ابراهيم برابر خان صاحب راڳي هو پر سندس انداز به سڌو سنئون پڳتي راڳ وانگر هو جيئن داستان گوئيءَ جو باني "پڳت جارزي" کي چيو ٿو وڃي. تيئن پڳتي ۽ لوڪ

رس ڳائڪي، جو باني ڪنور ڀڳت هو. ڪنور ڀڳت جي ٽولي سنڌ ۾ مثالي هئي. راڳ جي سڄي حياتي سکيا وٺندڙ استاد ۽ خانصاحب برابر راڳ جا ماهر هئا تئين تا. پر ڪنور وانگر شايد ٽولي لال نون ڏيوان، نڪي جهڙي ٻال نون ڏيوان“ ۾ ڳائڻ دوران ٻار جي ”لوڏان“ ڪي ”سرگرم“ جو انداز ڏئي نه سگهيا. پر هي سڀ ڪجهه ڪنور ڀڳت جي فطري تخليقي صلاحيتن جو مظهر هو.



ڪنور ڀڳت جي آواز جي جادوءَ سوين ماڻهن کي موهي وڌو. لڙيءَ رات ڳولڻ ۾ سندس آواز سبب ماڻهو تندرون ڦٽائي، سندس راڳ ۾ شريڪ ٿيندا هئا. ڪنور جي آواز جون ماترائون مٿاهين سُر تي اپرنديون هيون. اتي سازن جا سُر بيهي ويندا هئا. ڪنور رام سونهن ۽ سُر جي جيڪا هاڪ پنهنجي وقت ۾ پيدا ڪئي، سا اڄ تائين ڪنهن به ڳائڪي کي نصيب ڪا نه ٿي آهي. ڀائي ڪنور رام جي حادثي تي جيٺانند هيمنداس کوري، ڪيترا ڪتابڙا ڇپايا، جيڪي سڀ هيمراج پرنٽنگ پريس، سکر مان ڇپيا.

**ڀائي ڪنور ڀڳت جو وڇوڙو:** 112 صفحن تي مشتمل ڪرائون سائيز واري هن ڪتابڙي جي قيمت 6 پايون لکيل هئي. ڇاپو پهريون، 1939ع ۾ سکر مان شايع ٿيو.

**ڀائي ڪنوررام (ڀاڱو پهريون، ٻيو، ٽيون ۽ چوٿون):** ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب ۾ 12 صفحا هئا. جن جي قيمت 6 پايون هئي.

**ڀائي ڪنور رام پرديسي پکيڙو:** هن ڪتابڙي ۾ 12 صفحا آهن ۽ ان جي قيمت 6 پايون آهي.

**ڀائي ڪنور رام جا وار ۽ آرتي:** ڊيمي سائيز جي هن ڪتابڙي ۾ 12 صفحا آهن. جنهن جي قيمت 6 پايون آهي.

**ڀائي ڪنور رام جا وڻتا ۽ سٽ راتيون:** ڪرائون سائيز جي هن ڪتابڙي ۾ 12 صفحا آهن.

**ڀائي ڪنور جي ٻارنهن ماسي:** ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب ۾ 12 صفحا آهن.

**ڀائي ڪنور رام جي امر شهيدي:** هي، ڪتابڙو نارائڻ داس ليلارام جو لکيل آهي. جنهن ۾ ڪرائون سائيز جا 14 صفحا آهن ۽ قيمت 4 آنا اٿس. هن جي ڇپجڻ جو سال 1939ع آهي. هي ڪتابڙو گنگارام، سنڌ پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان ڇپيو.

**ڀڳت ڪنور رام جو بلدان:** هي، ڪتاب هيرانند آڏي مل جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب ۾ 76 صفحا آهن ۽ قيمت 3 آنا آهي. جهمٽمل اڏي مل هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو، ڪوهنور اليڪٽرڪ پرنٽنگ پريس، حيدرآباد، مان سال 1940ع ۾ ڇپايو هو.

**ڀڳت ڪنور رام جا پچن:** هي، ڪتاب پهلاج رام جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز جي هن ڪتابڙي ۾ 16 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ آنو ڇاپائيل اٿس. ڀڳوانداس اينڊ ڪمپني، هي، ڪتابڙو مهاوير پريس، حيدرآباد مان ڇپايو.

**ڀڳت ڪنوررام صاحب ۽ ڀڳت سڌامون صاحب:** سُندر شيوا منڊلي ڪوٽڙيءَ جي ڪتابي سلسلي جو ايڪيهون نمبر ڪتاب. ڊاڪٽر جوٽترام ۽ ساڌو رام پوهواڻيءَ جو گڏجي لکيل آهي. سندر شيوامنڊليءَ جو پهريون ڪتاب به ڀڳت ڪنور رام جي نالي سان ڇپيو ۽ هي، ايڪيهون ڪتاب به ڀڳت ڪنور رام جي نالي سان ئي ڇپيو. ڪتاب جو پهريون ڇاپو سندر شيوا منڊليءَ جي سيڪريٽري ليلي کانواڻي 1968ع (سنبت 2025) ڌاري ڇپايو. ڪرائون سائيز جي 63 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 75 پئسا آهي.

ڀڳت ڪنور رام تي سنڌي ٻوليءَ جي سدا حيات اديب تيرٿ وسنت جو ڪتاب ”ڪنور“ ڪلاسيڪي حيثيت رکي ٿو.

ڀڳت ڪنور رام جا هند ۽ سنڌ ۾ ڪيترن شهرن ۾ مجسما موجود آهن. انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشوري جي ميوزم ۾ پڻ ڀڳت ڪنور رام جو مجسمو رکيل آهي. جيڪو لکنؤ ۾ رهندڙ ڀڳت چاندورام ٺهرائي موڪليو هو. جيڪو سندس پٽ ڪٺائي آيو هو ۽ هڪ خاص تقريب به سنڌالاجيءَ ۾ منعقد ڪئي وئي هئي.

**ڀڳت ڪنور رام** (ڪتاب): ڀڳت ڪنور رام عنوان سان 72 صفحن تي مشتمل ڪرائون سائيز جو هي ننڍڙو ڪتاب ونجهراج سيتلڊ جو ترتيب ڏنل آهي. جيڪو سندر شيوا منڊلي ڪوٽڙيءَ پاران آگسٽ 1986ع ۾ ڇاپيو ويو آهي. هن ڪتابڙي جي قيمت 4 رپيا آهي. هن ڪتاب ۾ دوارڪا داس سنتائيءَ جو ڀڳت ڪنور رام بابت لکيل مضمون پڙهڻ جو ڳو آهي.

**ڀڳت کيمچند:** ٿرپارڪر ضلعي جي ننگ شهر مٺيءَ جو هيءُ رهواسي لوهاڻن جي آسنائي آکهه 1 اپريل 1881ع تي ڄائو هو. پرائمريءَ جا ست ئي درجا اُتيئي پڙهيو ۽ ورنيڪيولر فائنل جو امتحان عمرڪوٽ سينٽر مان



پاس ڪيائين. 1901ع ۾ روينيو کاتي ۾ نوڪريءَ ۾ گهڙيو جتان هيڊ منشيءَ جي حيثيت سان 1936ع ۾ رٽائر ڪيائين. سندس ننڍپڻ کان وٺي سڌاڄار ۽ سماج سڌار ڏانهن گهڻو هو ۽ اُن لاءِ زندگيءَ جي آخري گهڙيءَ تائين پاڻ پتوڙيندو رهيو ۽ 92 ورهين جي ڄمار ۾ 19 مارچ 1973ع ۾ مٺيءَ ۾ ديهانت ٿيس. سندس سماڌي مٺيءَ ۾ آهي جتي هر سال ورسي ملهائي ويندي آهي. سندس ڪافي ڪتاب ڇپيل آهن جهڙوڪ: (1) پرولهون 1954ع، (2) پرهمر چرچ 1961ع، (3) پوڙ ڏاڪ جُٽڪا 1963ع، (4) انسانيت جا ڪي جتجي؟ 1964ع، (5) قدرتي جيوَن (1909ع). تازو سندس آتم ڪٿا ”مون وٽ نڪا پيتي، نڪو ڪلف ڪنجي“ (2004ع) شايع ٿي آهي. جيڪا ناميارې اديب ولي رام ولڀ ترتيب ڏني آهي. جنهن ۾ ان وقت جي ٿر جي حالتن جو پتو پوي ٿو. سندس يا ڪتاب پڻ اشاعت هيٺ آهن. جيڪي سندس ياد ۾ قائم ڪيل اداري طرفان شايع ٿيڻ جي توقع آهي.

**ڀڳت گوبندداس:** سنڌ-هند جي مقبول ڀڳت گوبندداس جو اصل نالو گوبنداس ڪرپالداس ڪڪڙيجا هو. هن سکر ۾ 1913ع ۾ جنم ورتو ۽ پنج درجا سنڌي پڙهيو ورهاڱي کان پوءِ پاڻ الهاس نگر ۾ وڃي رهيو.

هن سڄي زندگي "سنڌي ڀڳت" وڄهندي گذاري. هو گرباڻي، سورٺ ۽ برج ڇاليها صاحب ڳائڻ ۾ وڏي دسترس رکندو هو. سنڌي جاتيءَ سنڌس ۾ وڏي عزت ۽ احترام هو. هن روايتي ڀڳت ۾ ڪيترن ئي نوجوانن جي تربيت ڪئي، جيڪي خود پرسا ڀڳت ٿيا. سندس ڪلامن جون ڪيتريون ئي ڪيسيٽون جاري ٿي چڪيون آهن جيڪي AIR ۽ ٻين خانگي ميوزڪ ڪمپنين جاري ڪيون آهن. هن سڄي ڀارت ۾ سنڌواسين جي مختلف محفلن ۾ ڀڳتي رنگ کي پکيڙيو آهي. کيس ڀڳت ڪنور رام جو آشيرواد به حاصل رهيو. کيس سنڌي پنچاتن ۽ سنستائن پاران ڪيترا ميڊل ۽ اوارڊ پڻ ملي چڪا آهن.

**ڀڳت گهنشام ويڌرام/ گهنشو ڀڳت:** ڀڳت گهنشام ويڌرام جنهن کي گهنشو ڀڳت جي نالي سان سڃاتو ويندو آهي، 8 آگسٽ 1935ع ڌاري ڀاگوڙي ضلعي سکر ۾ جنم ورتو ورهاڱي کان اڳ هو سڄي هند سنڌ ۾ ڀڳت طور ڄاتو سڃاتو ويندو هو. هن جا وڏا به ڀڳت هئا. 35 سال هن ڀڳت جي خدمت ڪري سنڌ جي ثقافت جي رکوالي ۽ واڌاري لاءِ ڪم ڪيو. ڀڳت بابت سندس ڪيتريون ئي ڪيسيٽون جاري ٿيل آهن هڪ ڪيسٽ ۾ ڀڳت ڪنوررام جو ڪلام ڪنور رام جي آواز ۾ ڳائڻ جي ڪوشش ڪئي اٿس. جنهن ۾ هو ڪافي حد تائين ڪامياب به ويو آهي ۽ اها ڪيسيٽ تمام گهڻو مقبول ٿي. کيس هند جي سنڌي پنچاتن پاران ڪيترائي اوارڊ ۽ سونا ٻلا به مڃتا طور مليا. ڀڳت خود به شاعر هو سندس ڪلام جون ڪمپوز ڪيل ڪيسٽون هندستان جي سنڌين وٽ تمام گهڻو مقبول آهن. هن جو پيءُ ويڌرام به ڀڳت جو وڏو فنڪار هو هن ڀڳت جي نج سنڌي ثقافت کي بچائڻ لاءِ سڄي هندستان جو دورو ڪري سنڌي ڀڳت جي رنگ ۽ ثقافت کي عام ڪيو. گهنشام ڀڳت 2003ع ۾ الهاس نگر ۾ ديهانت ڪري ويو جتي سندس گهر هو.

**ڀڳت مالا (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب ڪندنمل ڏيهچند جو لکيل آهي. رايل سائيز واري هن ڪتاب ۾ 144 صفحا آهن ۽ قيمت 12 آنا آهي. هيءُ ڪتاب، قيصره پريس، حيدرآباد مان سال 1896ع ۾ ڇپيو.

**ڀڳت مالها (ڀاڱو پهريون):** هيءُ ڪتاب جيٺي مل لوڪسنگ لعلواڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 200 صفحا آهن ۽ قيمت 5 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون. کوڙومل سنڌي ساهت منڊل، حيدرآباد مان سال 1897ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

**ڀڳت مدن:** هي ڀڳت شاهه عبداللطيف جو همعصر ٿي گذريو آهي. تذڪره لطفي ۾ انهيءَ حوالي سان ڀڳت مدن جو ذڪر ۽ سندس هڪ بيت موجود آهي، جيڪو هن ريت آهي:

ڪالهه ٻڻ ڪالهه هئي، اڄ ٻڻ ڏينهن ٻيو،
مڙهيءَ ۾ مدن چئي، ويهي ڪانگ ويو،
جنهن ۾ پاڻا پيو، سا رهي رهندي ڪيترو.

بدوي صاحب لکي ٿو ته: "سترهين صدي عيسويءَ ۾ هن هندو شاعر جو نالو شاهه پتاڻيءَ جي صحبتين ۾ نظر اچي ٿو. هُو ڪهڙي ڳوٺ يا شهر جو رهاڪو هو ان بابت ڪا به تحقيقاتي خبر پئجي نه سگهي آهي. هو صاحب دل ۽ صوفي هو سندس ڪلام ڪڏهن ڪڏهن ٻڌڻ ۾ ايندو آهي.

ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ، مدن کي ڪوٽڙي مغل جو رهاڪو ڄاڻايو آهي ۽ سندس هڪ بيت ڏنو آهي، جو هي آهي:

محبت ملو لوڪ، ميون ۾ مدن چئي،
جا چائي لوڪ، قدر ان ڪيميا جي.

لکي ٿو ته هن انداز جا بيت مدن جا پيا به هوندا، پر ڪجا ٿي نه سگهيا آهن. مدن ۽ شاهه لطيف جي ٻنهي ۾ گفتگو جو ذڪر به ڪتابن ۽ زباني روايتن ۾ آيو آهي. مثال طور: هڪ ڀيري شاهه صاحب ۽ مدن ٻيڙيءَ ۾ سوار وچ سير ۾ پهتا ته شاهه صاحب سائنس دل لڳي ڪندي پڇيو ته:

"مدنا حشر ويل حساب جي، ڪاڱر ڪندا ڪيئن"

مدن جواب ڏنو ته سائين! ڪڏهن وقت سر ثابت ڪندس. جڏهن ٻئي ڀيري هڪ ڏينهن ٻئي درياهه پار ڪرڻ لاءِ پتڻ تي آيا ته شاهه صاحب پاڻيءَ کي چيو ته اڄا اسان کي به پار اڪار. هُن جواب ڏنو ته تيز پرچي ويو آهي. جاءِ ناهي! مدن پنسا ڪدي پاڻيءَ کي چيو ته "بيٺو پتڻ وٽ". ته هن هڪدم چيو ته سائين اچو جڏهن ٻيڙي وري وچ سير ۾ پهتي ته شاهه صاحب مدن کان ساڳيو سوال ڪيس مدن هٿ جي تري کولي چيو: سائين اوهان جيڪو سوال پڇيو هو ان جو جواب هي آهي:

هٿ جنين جو هيٺ، سي پهرين پتڻ پار پيا.

هنن ٻنهي سٽن کي جوڙيو ته هڪ بهترين ۽ پُر معنيٰ بيت جُڙي پوندو. هن مان اهو نتيجو ڪڍي سگهجي ٿو ته شاهه صاحب جي همعصرن ۾ مدن ڀڳت هڪ برجستو شاعر هو.

**ڀڳت موهن:** موهن ڀڳت سنڌ جو ناميارو راڳي ۽ ڀڳت ٿي گذريو آهي. هن جي ڳائڪيءَ جو انداز نرالو هو خاص ڪري شاهه لطيف جي ڪلام جي حوالي سان ويهين صديءَ ۾ موهن ڀڳت جو نالو مشهور هو موهن ڀڳت جي ڳائڪي سنڌ جي قديم موسيقيءَ جو هڪ اعلئ نمونو هئي. جيڪو اڄا تائين عام طرح مقبول آهي. سنڌ جا ٻيا ڳائڻا ۽ ڀڳت ان مخصوص ڳائڪيءَ جي انداز سبب ٻڌائي ڀڳت سڏائيندا آهن.

موهن ڀڳت ٿرپارڪر ضلعي جي شهر اسلام ڪوٽ ۾ 30-1929ع ڌاري ڄائو. سندس تنديڻ ٻهراڙيءَ ۾ ٻڪريون چاريندي گذريو. هو جڏهن ٻڪرين جي ڌڻ سان جهنگ ۾ ويندو هو ته وقت گذارڻ لاءِ اڪثر ڪافيون ڳائيندو رهندو هو. سندس پيءُ ڀڳت اميدارام ۽ چاچو موتي ڀڳت پنهنجي دؤر جا مشهور ڳائڻا رهيا آهن. موهن ڀڳت کي تنديڻ ۾ ڳائڻ جي سکيا پنهنجي پيءُ ۽ چاچي کان ملي. تنديڻ ۾ هو محفل ۾ جڏهن ڳائيندو هو ته کيس گهڻو پسند ڪيو ويندو هو. عارفاڻو ڪلام

کي "ڀڳتي انداز" ۾ ڳائڻ لاءِ هن وڌيڪ سکيا ته جي مشهور ڳائڻي عمرو ڀڳت ۽ استاد مراد فقير کان ورتي. استاد مراد فقير ڪافي جي ڳائڪيءَ ۾ سٺي شهرت رکندڙ هو. سندس شاگردن ۾ لوڪ موسيقيءَ جي مشهور ڳائڻي مائي ڀاڳي به شامل آهي.

موهن ڀڳت سان سنگت ۾ ڳائيندڙ ۾ ساٿي، سندس ڀاءُ سرويو ڀڳت ۽ موهن جو پٽ شنڪر رهيا. ڳائڻ وقت موهن ڀڳت چار ساز رکندو هو: ڍولڪ، ٽلي، دنبورو ۽ هارمونيم. انهن سازن جي سنگت ۾ موهن ڀڳت پنهنجي ساٿين سان گڏ اهڙو رچاءُ پيدا ڪندو هو جو ٻڌندڙن کي جهومائي وجهندو هو. موجوده دور ۾ اڄڪلهه جا موسيقار ۽ ڳائڻا سازن جو گهڻي تعداد ۾ استعمال ڪندا آهن. پر موهن ڀڳت صرف چئن سازن جي باوجود پنهنجي ادائگيءَ ۾ موسيقيءَ جو هڪ خاص انداز قائم رکيو آهي. جيڪو گهڻو پسند ڪيو ويو آهي. موهن ڀڳت جي لاڏاڻي کان پوءِ سندس پٽ شنڪر ڀڳت ۽ پاڻتيو آتم ڀڳت گڏجي ساڳئي انداز ۾ ڳائين ٿا. موهن ڀڳت جو تنبورو هڪ قديم اڪ جي ڀاڙ مان ٺهيل هو، جيڪو سنڌ ۾ انوکو مثال آهي.

ڀڳت موهن 10 مارچ 1995ع تي گذاري ويو.

**ڀڳت ناچ**: سنڌ ۾ ڀڳت ناچ ڪٿڪ جو نمونو آهي. ڪٿڪ ۾ به قصي ڳوٺي ڪٿي آهي ۽ ناچ وسيلي ڪردارن کان ڳارايو ويندو آهي. اهي نچي نچي پنهنجي احساسن جو اظهار ڪندا آهن. هي ناٽڪ ناچ جو سنڌي نمونو آهي. ناٽڪ ناچ، جنهن کي هندي ۾ "ڪٿا" چيو وڃي ٿو، ان جي وصف اها آهي ته داستان گو ڪٿا ڪرڻ وقت ڪنهن به تاريخي يا مذهبي واقعي کي ترنم سان ٻڌائيندو ۽ انهيءَ سان گڏ پنهنجي جسم جي مختلف حصن کي اهڙي طرح چوريندو پوريندو جو داستان گوئي حقيقت جي بلڪل ويجهو ٿي پوندي آهي. ڪٿڪ جا ٻه حصا آهن. هڪ "نرتا" جنهن ۾ نچ رقص جي فني صورت هجي ٿي ۽ ٻيو "نرتيا"، جنهن ۾ پنهنجي احساس جي اظهار لاءِ چهري تي مختلف اُپار آڻجن ٿا. ڀڳت به ڪهاڻي يا ڳالهه ڪٿڻ جو انداز آهي. جنهن ۾ هڪ طرف مُک فنڪار نچي ٿو ۽ ٻيا مددي آواز ٿين. مُک ڪهاڻي ٻڌائيندڙ نثر ۾ ڪا ڪهاڻي يا ڳالهه ڪندو آهي ۽ پوءِ پنهنجي ساٿي ڪلاڪارن جي مدد سان ڪهاڻيءَ جي ڪردارن وچ ۾ ڪٿي نثر ۾ ته ڪٿي بيتن/ گيتن ذريعي اظهار ڪندو. ڀڳت، ڪٿڪ ناچ جي مڪاني صورت چئي سگهجي ٿي.

**ڀڳت نارو مل**: سنڌ جو امر فنڪار ڀڳت نارو مل ولد آلو مل، اصل ٿاڻي احمد خان جو ويٺل هو. سندس پيءُ واپاري هو. ڀڳت نارو مل جو جنم 1889ع ڌاري ٿيو. هو ننڍي هوندي کان صوفيانا خيال رکندو هو ۽ ننڍپڻ کان راڳ سان رغبت هئس. سيد قطب علي شاهه جهانيان پوٽي ۾ سندس وڏو اعتقاد هو. صوفيانو ڪلام ڳائيندي، هو مستيءَ ۽ جذبي ۾ اچي نچندو هو. شاهه عبداللطيف ڀٽائي ۽ سچل سرمست کان سواءِ بابا بلهي شاهه کي پڻ تمام گهڻو ڳايائين. سنڌ ۾ اهو ڀڳتن مان ڀڳت نارو مل آخري ڀڳت هو، جنهن پنهنجي سوز سان هزارين هندن توڙي مسلمانن کي محظوظ ڪيو. پاڻ چوندو هو ته منهنجو ساهه راڳ ڳائيندي ويندو ۽ قدرت خدا جي ائين ئي ٿيو. هڪ هنڌ ڳائيندي پاڻ سيني کان موڪلائي ويو. ڀڳت نارو مل ۽ سندس پٽ ٽيڪون ڀڳت جا ساٿين جي. ايم. سيد سان نيازمنديءَ جا ناتا هئا. سندس شاگردن مان سندس پٽ ٽيڪون ڀڳت به سٺو راڳي ثابت ٿيو، جيڪو ريڊيو پاڪستان حيدرآباد سان وابسته رهيو.

**ڀڳتن جون ساکيون** (ڪتاب): هي ڪتاب جيٺومل لوڪسنگ لعلواڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 86 صفحا آهن ۽ قيمت 6 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون. گورسنگت، اسٽينڊرڊ پرنٽنگ پريس، حيدرآباد، مان سال 1921ع ۾ ڇپايو.

**ڀڳت واڌورام**: ڀڳت واڌورام جو جنم ضلعي نوشهري فيروز جي ڳوٺ پريا ۾ 20 آڪٽوبر 1868ع ۾ جهمٽ مل ڪلناڻيءَ جي گهر ۾ ٿيو. کيس پنجن سالن جي عمر ۾ مڪتب ۾ پڙهڻ ويهاريو ويو، پر سندس دل پڙهائيءَ سان نه لڳي. پيءُ جو سڪيلڌو پٽ هو، ان ڪري پڻس کيس هٽ وٺي اکر پڙهائي دڪان تي ويهاريو، پر اتي به سندس دل نه لڳي. نيٺ مائٽن سندس شاديءَ جو سعيو ڪيو. شادي ٿيڻ کان پوءِ واڌورام گهر وڃڻ گهٽائي ڇڏيو ۽ سڄو ڏينهن دڪان تي ويهي پکين کي داڻا ۽ جانورن کي ڏيندو رهندو هو. پر پاڻيءَ جو مٽ رکيائين ۽ اُتي وڻ کي پکڙا ڪرائي پاڻيءَ جي ٿڃي پري ڏيندو هو جو پکي ۽ مسافر وٽس اچي روح رهائيون ڪرڻ ۽ معتقد مرادون مانڻ ايندا هئا. هي سنڌ جي نامور ڀڳتن ۾ شمار ٿئي ٿو. ڀڳت وڃڻ وقت جامو پائي ساٿين سان گڏ نچندو، ڪٿا بيان ڪندو ۽ ڳائيندو هو. سندس آواز مڌر هو، ان ڪري ماڻهن کي جهومائي وجهندو هو. ڀڳت واڌورام، 25 جنوري 1929ع تي هن فاني دنيا مان ڪُوچ ڪري ويو.

**ڀڳت هاسارام پنجواڻي**: ڀڳت هاسارام پنجواڻي سنڌ جو مقبول ڀڳت هو. هن 1935ع ۾ باگڙجي ضلعي سکر سنڌ ۾ جنم ورتو. ورهاڱي بعد ڀارت ۾ اجمير ۾ وڃي رهيو. هن اتي سنڌي ڀڳت کي اصلي رنگ، ناچ ۽ ڪٿا ڳائڪيءَ ۾ مقبول ڪيو. ڀڳت وجهندي، سنڌي لوڪ ڪهاڻين کي ڏوهيڙن ۽ ڪٿا واري انداز ۾ ڳائيندڙ ڀڳتن ۾ نهايت مقبول رهيو ۽ گذريل اڌ صديءَ کان ڀڳت کي عبادت سمجهي برقرار ڪندو پيو اچي. سندس ڪلامن جون ڪيتريون ڪيسٽون پڌريون ٿي چڪيون آهن. کيس راجستان سنڌي ڪنورام اڪيڊمي جئپور، سنڌي ڀڳت جي خدمتن تي 1992ع ۾ ايوارڊ ڏنو ويو آهي. سڄي هندستان ۾ جتي به سنڌي رهن ٿا، هن سوين ڀڳتي پروگرام ڪيا آهن.

**ڀڳتي ادب**: وچولي دور واري ڀارت ۾ هندو، وشنوءَ جي ڀڳتي ڪندا هئا. اهو هڪڙو طريقو مُڪتيءَ (نجات) جو هو، جيڪو ڀڳوت گيتا ۾ ڏنل آهي.

شيخ اياز پنهنجي ڪتاب "ڪڻين ڪر موڙيا جڏهن" جي ڀاڱي ٽئين ۾ لکيو آهي ته ڀڳتي ساهتيه (ادب) ڏکڻ ڀارت ۾ "تامل گيتن" ۾ شروع ٿيو. جيڪي گيت ستين، کان ڏهين صديءَ تائين الور جي هڪ سنت شاعر لکيا هئا. پر پوءِ ڀڳتي 15 صديءَ ۾ اتر ڏانهن پکڙجي وئي. اتي ڪبير (1430-1518) ۽ گرونانڪ (1496-1539ع) هڪ ڪائناتي خدا ڏانهن اعتقاد جو ڦهلاءُ ڪيو. جو نه هندو هو ۽ نه مسلمان. گهڻو ڪري ڀڳتي ساهتيه (ادب) وشنوءَ جي رام يا ڪرشن جي صورت ۾ ظهور پذير ٿيڻ جي باري ۾ آهي. ڪرشن ڀڳتي اتر ۽ اولهه ڀارت ۾ گهڻي هئي. خاص ڪري شاعر چنڊي داس (15 صدي) ۽ شاعره ميران ٻائيءَ (1498-1573ع) پنهنجي پرماتما لاءِ بيحد چڪ محسوس ڪئي هئي. اولهه ڀارت ۾ ڀڳتي شاعر مرهٽا هئا. جن ۾ نامديو (15 صدي) ۽ تڪارام (1608-1649ع) ۽ گجراتي شاعر نرسمها مهتا (1500-1580ع) وغيره هئا. ڀڳتي تحريڪ جي مختلف لاڙن جو شاهه لطيف، روحل فقير، سچل سرمست ۽ ساميءَ جي شاعريءَ ۾ اثر ملي ٿو.

**ڀڳتياڻي شانتي ديوي**: ڀڳتياڻي شانتي ديوي، جو جنم اپريل 1919ع ڌاري حيدرآباد ۾، ڊاڪٽر هوتچند ماڪيجاڻيءَ جي گهر ۾ ٿيو. ڏهن سالن جي ننڍي عمر ۾ شانتي ديوي، ساڌو ٽي. ايل. واسواڻيءَ جي سنگ ۾ آئي ۽ سندس ڪلام ٻڌي، روحانيت ڏانهن راغب ٿي. اسڪول ۾ پڙهندي هر روز دادا جي ست سنگ ۾ ايندي هئي. ننڍپڻ ۾ ئي کيس ڏنيءَ جي نيهن جو نشو چڙهي ويو. هن پنهنجي سڄي ڄمار دادا واسواڻيءَ جي صحبت ۾

گذاري ڇڏي. گروءَ جي سڪ سبب پاڻ کي پنهنجي خانداني نالي ماڪيجاڻي سڏائڻ بدران، واسواڻي سڏائيندي رهي. هوءَ مسڪينن ۽ محتاجن جي خدمت ڪندي هئي ۽ پکين ۽ جانورن کي داڻو پاڻي ڏيندي هئي. اڪيلائيءَ ۾ رب جي پيار جا لڙڪ وهائيندي هئي. پاڪائيءَ، نماڻائيءَ، سادگيءَ ۽ شيوا جي مڪمل مورت هئي. ١٩٦٦ع ۾ دادا واسواڻيءَ جي وفات کان پوءِ هن جي زندگيءَ ۾ وڏو خال پيدا ٿيو. لکي لکي پئي گيت ڳائيندي هئي. سندس اهي گيت گيتن جو روپ وٺي ظاهر ٿيندا هئا. اهي گيت هو ساڌو واسواڻي مشن پوني ۾ ڀڳتي پاو وقت مڌر آواز ۾ ڳائيندي هئي. آخري وقت تائين ساڌو واسواڻي مشن سان واڳيل رهي. شانتي ديوي 15 مئي 1970ع تي هيءَ فاني جهان ڇڏي وئي.

**ڀڳتياڻي هري ديوي:** ڀڳتياڻي هري ديوي، جو جنم، ساڌو ٽي ايل واسواڻيءَ جي ڀاءُ پهلاجراءِ واسواڻيءَ جي گهر 26 نومبر 1915ع تي حيدرآباد شهر ۾ ٿيو. سندس ماءُ جو نالو ڪرشنا ديوي هو. هوءَ گرو گرنٿ جي ڀڳتياڻي هئي ۽ هميشه ان جو پاٺ ڪندي هئي جنهن جو اثر ڀڳتياڻي هريءَ ديويءَ تي ٿيو. وڌيڪ دادا واسواڻيءَ جو سنگ نصيب ٿيس. تنهن سندس من ۾ ٻالپڻ کان جي اڪير پيدا ڪري ڇڏي. بي ايس سي امتحان پاس ڪرڻ کان پوءِ 'رميشوري ٻائي چانديواڻي اسڪول' سکر ۾ ماستريائي مقرر ٿي.



جڏهن دادا واسواڻيءَ حيدرآباد ۾ ميران اسڪول قائم ڪيو ته هري ديوي اتي ماستريائي مقرر ٿي ۽ پوءِ هيڊماستريائي ٿي. هوءَ پڙهائڻ کان پوءِ گهڻو وقت پوڄا پاٺ ۾ گذاريندي هئي. هري ديوي سادگيءَ جي مورت هئي. سندس رهڻي ڪهڻيءَ ۽ روحاني رمز کان ڪيترين ئي شاگردياڻين متاثر ٿيون. ورهاڱي کان پوءِ هندستان لڏي وئي، جتي ميران اسڪول پوني جي هيڊماستريائي مقرر ٿي. اتي هن دادا واسواڻيءَ جي زندگيءَ تي ٻه ڪتاب لکيا. هڪ انگريزيءَ ۾ Saint of Modern Time ۽ ٻيو سنڌيءَ ۾ 'جوڳي جادوگر'.

**ڀڳتي تحريڪ:** تاريخي لحاظ کان ڀڳتي تحريڪ جو اوائلي روپ ڏکڻ ڀارت ۾ ٿيو، جتي تامل صوبي ۾ اوائلي ڀڳتن جو گروهه پيدا ٿيو جن مالڪ حقيقيءَ جي حاصلات لاءِ 'گيان مارگ'، 'ڪرم مارگ' ۽ 'پريم مارگ' جي ڀيٽ ۾ 'ڀڳتي مارگ' کي ترجيح ڏني. انهن پنهنجي معبود جي اپاسنا (عبادت) ۽ ڀڳتي رچنائون ڪرڻ ۽ ڀڄن ڪيرتن ڪرڻ کي ئي ايشور جي حاصلات جو صحيح طريقو سمجهيو. هنن پنهنجي آتمڪ انڀو (روحاني تجربي) کي قلمبند ڪيو جيڪي 'پربندم' جي نالي سان سڏجن ٿا. انهن کي تامل زبان ۾ ويدن جهڙي مقبوليت حاصل آهي. ٻي صدي ۽ نائين صديءَ جي وچ واري عرصي اندر اوائلي سلسلي جا 12 ڀڳت ٿي گذريا آهن.

اوائلي ڀڳتن سان شروع ٿيل اها روايت ڏکڻ ڀارت ۾ شيو ۽ وشنو ڌرم سان هم قدم رهندي. شنڪر آچاريه جي ادويت واد (Monotheism) ۽ مايا واد (Illusion) هڪجهڙائي قائم رکي ۽ وشنو ڌرم جي پاسن آچاريه ۽ رامانج آچاريه تائين پهتي. اهي پاڻ اوائلي ڀڳتن جي 'پربندم' جا وڏا معتقد هئا. ان طرح اها ڌارا رامانند وسيلي مهاراشٽر جي مشهور ساورڪري يا وٺل گروهدار سنت گيانيشور، ايڪناٿ، نامديو ۽ تڪارام لاءِ اتساهه جو سرچشمو بڻي. ان طرح ساورڪري فرقي جي مکيه پرچارڪن کي سنت سڏيو ويو هو.

ڏکڻ ڀارت ۾ پيدا ٿيل اها ڀڳتي روايت اٽڪل تيرهين صديءَ ڌاري سنت نامديو ذريعي اتر ڀارت ۾ ڦهلي ۽ اتي ئي پنهنجي اپ ناب سان جوين ۾ اٿي جنهن جو ڪجهه اثر اڄ تائين پڻ محسوس ڪجي ٿو. اتر ڀارت ۾ ان هلچل جي ڦهلجڻ جي پس منظر ڪانسواءِ ٻيا به ڪيترائي مذهبي، سياسي، سماجي ۽ معاشي ڪارڻ هئا. جيئن ته ملڪ جي ڪيترن ئي حصن ۾ مسلم راڄ ٿيڻ سان هندن جي مذهبي ميدان ۾ توازن بگڙي ويو هو. هندو عوام ۾ انهن جي فخر ڪرڻ واري جذبي کي ڇيهو رسيو. انهن جي سامهون سندن مندرن ۾ ديوتائن جي مورتين کي ٽوڙيو ويو ۽ ڦريو ويو، ٻئي پاسي سکيا راجائن ۽ اميرن ۾ عيش عشرت جو ماحول جوٽ جڙهي ويو هو. رعيت ڏانهن سندن لاپرواهي ۽ ڏيڏهپي واري رخ عوام جي دلين ۾ مايوسيءَ جو لاڙو پيدا ڪيو. ماڻهن ۾ بي علمي ۽ جهالت سبب وسوسا ۽ وهم وڌيل هئا. سماج ۾ مايون گهر ڪري ويون هيون. هندو پنڊت ۽ مسلم مولوين جو زور رڳو عمل ۽ ٻاهرين مذهبي عملن تائين محدود هو. تيرٿ، جپ تپ، پوڄا پاٺ ۽ شريعت جي پابندين جي بار هيٺ ڌرم ۽ مذهب جو جذباتي اظهار دٻجي ويو هو. اهڙين حالتن ۾ بي سهارا ماڻهن لاءِ پرماتما ڏانهن نهارڻ ۽ ٻاڏائڻ کان سواءِ ٻيو ڪو چارو نه هو.

اهڙين حالتن جتهن اندر سنڌ به اچي پئي وئي. 'ڀڳتي هلچل' کي جنم ڏنو سنڌ ۾ سڌو ڀڳت، قاضي قادن، شاهه لطيف (1689-1732ع)، سچل سرمست (1739-1826ع)، سامي (1743-1850ع)، اتر پرديش ۾ روهداس، ڪبير (1440-1518ع)، سورداس، تلسي داس (1532-1623ع)، بنگال ۾ چنڊيو، چيتنيه، راجستان ۾ دادو ديال (1544-1603ع)، ميران ٻائي (1498-1565ع)، سندر داس، گجرات ۾ نرسي ڀڳت ۽ پنجاب ۾ شيخ فريد، گرونانڪ (1467-1538ع)، انگد (1435-1452ع) ۽ ٻيا انيڪ سنت ڪوي پيدا ٿيا. جن عوام جي ٻڏندڙ دلين کي سهارو ڏيڻ لاءِ ڀڳتي ڀاونا جو ڦهلاءُ ڪيو. آهستي آهستي ان لاڙي هڪ وسيع هلچل جي شڪل اختيار ڪئي، جيڪا اڳ هندوستان ۾ ڪڏهن به نه هلي هئي.

لسانيات ۽ علم الانسان جي مشهور ماهر ڊاڪٽر گرئرسن، ان هلچل جي ڀيٽ، اوچتو پيدا ٿيل 'وڄ جي چمڪات' جي ڦهلاءَ سان ڪندي چيو ته 'اسين پاڻ کي اهڙي هلچل جي روبرو ڏسون ٿا، جيڪا انهن سڀني کان وسيع آهي. جيڪي ان کان اڳ ڀارت ۾ هليون هيون. اسان قدر جو ته ڌرم وارن جي هلچل کان به وڌيڪ هيءَ تحريڪ زور واري ثابت ٿي. جو جوان جو اثر اڄ به نمايان آهي.'

سنڌي ادب جي مستند تاريخ سورهين صديءَ کان شروع ٿئي ٿي. جيڪڏهن ان کي پهريون دور شمار ڪجي ته اهو سورهين صديءَ کان 19هين صديءَ جي اڌ تائين ڦهليل آهي. هن دور کي صوفي سنت دور يا روحانيت وارو دور چئي سگهجي ٿو. هن دور جا مکيه شاعر قاضي قاضن، شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ وارو، شاهه عنايت رضوي، شاهه عبداللطيف ڀٽائي، سچل سرمست، سامي، روحل، مراد، دلپت، بيدل ۽ بيڪس وغيره آهن. جن جي شاعري ۾ روحانيت جي راز سان گڏ عوام جي ڏکن ۽ ڏرڻن جو درمان موجود آهي. هن ئي دور ۾ هندو سنتن ڀڳتي ڌارا جي

تماثلتگي ڪئي ۽ مسلمان شاعرن تصوف کي بيان ڪيو. ڪٿي هندو شاعرن تصوف جي رنگ ۾، ته ڪٿي مسلمان شاعرن ڀڳتيءَ جي رنگ ۾ رڱجي شاعري ڪئي. شاهه لطيف تي ڪبير، ميران ۽ ٻين سنت شاعرن جو اثر واضح آهي ۽ اهو اثر سچل سرمست تي به آهي. ساميءَ ته ڀڳتي اثر هيٺ پنهنجي شاعريءَ جو رنگ ئي ساڳيو رکيو آهي ۽ پنهنجي ڪلام کي ته ساميءَ جا سلوڪ سڏيو آهي.

**ڀڳتي پرڪاش** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب چيتن ديو ورما جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 462 صفحا آهن. ڇاپو پهريون. آريه ساهت منڊل، آرين پريس، حيدرآباد، مان سال 1936ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

**ڀڳتي درپڻ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ڪشنچند گجومل جو لکيل آهي. پاڪيٽ سائيز واري هن ڪتاب ۾ 212 صفحا آهن. هيءُ ڪتاب سيٺ ڪندن مل ڀصرمل راماڻيءَ، امر پرنٽنگ پريس، حيدرآباد، مان سال 1944ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**ڀڳڙا**: ڄمَر جي ٻوڪ سنڌ ۾ جام ٿئي ٿي. خاص طرح اتر سنڌ جي ٻاسي ڄمر تمام گهڻو پوکيو وڃي ٿو. فصل لهڻ بعد، ڄمر کي سڪائي رکندا آهن پوءِ جڏهن ڀڳڙا ٺاهيا آهن ته شڪل ڄمر جو ضرورت آهر مقدار کڻي، اُن کي ڪنهن ٽب يا دڙم ۾ پسائي. وڏي ڪڙاهيءَ، جنهن ۾ ڪافي مقدار ۾ درياهه جي ڪِرڪَ واري ٻيل هوندي آهي ۽ باهه تي رکيل هڻي ڪري، واري سخت گرم يا تتل هوندي آهي. اُن واري ۾ پسيل ڄمر وجهيا آهن ۽ انهن کي پُچبو آهي ۽ جڏهن ڄمر ڀڳڙن جي صورت اختيار ڪندا آهن ته انهن کي واريءَ واري ڪڙهيءَ مان ڪڍي، الڳ رکيو ويندو آهي. اُن کي ڀڳڙا ڪوليندا آهن.

هڪڙا ٻيلا ڀڳڙا ٿيندا آهن ۽ ٻيا کارا. اصل ۾ ڄمر ۾ ئي کارا ڄمر ملبل هوندا آهن. جن کي پڇڻ ڪان پهرين ئي الڳ ڪري پوءِ پُچبو آهي. طب ۾ ڪنگهه لاءِ ۽ سائيءَ ۽ شگر جي بيماري ۾ ٻيلا ڀڳڙا کارايا ويندا آهن. هن کي ٻار توڙي وڏا شوق سان کائيندا آهن.

**ڀڳڙا ول**: هيءَ نرم زمين ۾ ايرندڙ جهنگلي ول آهي. جيڪا سڻ، مرت، ڪپ ۽ ٻوهه وغيره ٻوٽن جي پرسان ايري. انهن تي ڀڪڙجي ويندي آهي. هن ول جا پن ڦاڪن سان قد جا ننڍا، ۽ گهاٽي سائي رنگ جا ٿين ٿا. ان جو ڦل ڀڪڙي جي داڻي جيڏو ٿئي ٿو. انڪري ئي هن ول تي اهو نالو پيو آهي. هن ول کي اٺ، ٻڪريون، گڏهه، رڍون ۽ ڍڳيون شوق سان کائيندا آهن.

**ڀڳڙو مل "ناچيز"**: ڀڳت ڀڳڙو مل "ناچيز" تعلقي مٺيءَ جي ڳوٺ سينهار وڪيا ۾ 1966ع ڌاري جنم ورتو. سندس پيءُ جو نالو گنگارام ميگهواڙ آهي. هن فقط پنج درجا سنڌي پاس ڪري 1987ع ۾ درزڪو ڪم اختيار ڪيو. هن ڳائڻ جي شروعات ننڍپڻ کان ڪئي ۽ اسلام ڪوٽ ۾ سنت نينورام ۽



هنومان جي آشرم جي پراڻي ڀڳت چاندارام کان ڳائڻ جي سکيا ورتي. 1989ع ۾ ريڊيو تي آيو ۽ مقبول ٿيو. هن لوڪ شاعريءَ سان گڏ، شاهه لطيف، سچل، شيخ اياز، ڀڳت ڪبير، ميران ٻائي، گورکناٿ، سامي ۽ ٻين ڪيترن ئي جديد شاعرن جي شاعريءَ کي ڳايو آهي. سندس شمار ٿرپارڪر جي مشهور ڀڳتن ۽ فنڪارن ۾ ٿئي ٿو. هن جا پنهنجا ناهيل ڪيترائي ڀڄن مشهور آهن.



**ڀڳل ڪنيزاٽيون** (ڪتاب): هيءُ خليل جبران جي ڪتاب جو سنڌي ترجمو آهي. جيڪو ميهڙ سنڌ جي نامياري اُستاد ۽ اديب محمد نواز "محزون" جو ڪيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو پڪو جلد آهي. جنهن ۾ 130 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو 8 آنا آهي. اداره آواز ادب، قرآن پريس، حيدرآباد، مان سال 1965ع ۾ ڇپايو. هن ڪتاب جا ڪيترائي ڇاپا ڇپجي چڪا آهن.

**ڀڳو آرسُ اڪرين** (ڪتاب): هي ڪتاب محمد علي پٺاڻ جي شاعريءَ جو مجموعو آهي. جنهن ۾ غزل، گيت، نظم، نثري نظم، ترائيل، ٽيڙو، چوسٽا ۽ سانيٽ شامل آهن. هن ڪتاب جو نالو شاهه لطيف جي بيت مان کنيو ويو آهي. هن ڪتاب جو مهاڳ انور ابڙي لکيو آهي. هي ڪتاب رائٽرس ورلڊ ٻاران جولاءِ 2001ع ۾ شايع ٿيو. ڪچي جلد سان، 200 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 85 رپيا آهي.

**ڀڳوانُ**: هندو ڌرم وارن جو عقيدو آهي ته هن ڪائنات جو خالق، منتظم ۽ محافظ "ڀڳوان" آهي. جڏهن حق (ڌرم) کي زوال ايندو آهي ۽ خراب ماڻهو نيڪ انسانن کي تڪليف پهچائيندا آهن. تڏهن "ڀڳوان" ڪنهن نه ڪنهن روپ ۾ ظاهر ٿي حق (ڌرم) کي قائم رکندو آهي. اهڙيءَ طرح "ڀڳوان" جدا جدا زمانن ۾ اوتار جو روپ وٺندو رهيو آهي. هندستان ۾ ڀڳوان جا ڪيترائي اوتار مڃيا ويا آهن. جهڙوڪ: (1) متسيه (مڇي)، (2) ڪورما (ڪَمي)، (3) واراهه (سوئر)، (4) نرسنگهه يا نري سنگهه (اڌو شينهن جو، اڌ انسان جو)، (5) وامن (ٺينگو)، (6) پرسرام (ڪهاڙي وارو)، (7) رام چندر (8) شري ڪرشن (9) گوتم ٻڌ، (10) ڪلڪي يا ڪلڪِن (اڇو گهوڙو) وغيره هندن جي عقيدي موجب، جيڪو ڀڳوان جو دامن وٺي ٿو سو جڻ ان جي پناهه ۾ اچي ويندو آهي. هندوستان ۾ هيءُ مسئلو هميشه زير بحث رهيو آهي ته سڀ ڪجهه ترڪ ڪري سنياس وٺڻ ۾ آزادي يا مڪتي حاصل ٿئي ٿي يا پنهنجا سڀ فرض پورا ڪرڻ سان نجات ملي ٿي يا ڀڳوان جي ڀڳتي ڪرڻ سان زندگيءَ جو مقصد حاصل ٿئي ٿو يا صرف آتما ۽ پرماتما جو گيان حاصل ڪرڻ سان انسان کي نجات حاصل ٿئي ٿي. گيتا ۾ ٽيئي ڳالهيون ڪرم، گيان ۽ ڀڳتي، انسان جي بهبوديءَ لاءِ ضروري ٻڌايون ويون آهن. پر انهن کي مڪمل ڪرڻ جو صحيح طريقو معلوم هئڻ گهرجي. جوان جي موت ۾ ڪا به خواهش نه رهي. فرضن کي ترڪ ڪري سنياس وٺڻ مناسب ناهي. ڇاڪاڻ ته جيستائين حياتي آهي ته ڪم ته ڪرڻو ئي پوندو. انهيءَ ڪري انهن کي ترڪ ڪرڻ سان نه، پر انهن جي اجوري جي خواهش کي ترڪ ڪرڻ سان تاحيات ذاتي فرض ادا ڪندو رهجي. ايشور ڀڳتيءَ جي معنيٰ اها آهي ته انهيءَ "ڀڳوان" کي، جنهن هيءَ ڪائنات خلقي آهي، هر شيءِ ۾ موجود سمجهي. هر وقت ۽ هر هنڌ ان جي هستيءَ کي تسليم ڪري ۽ سڀني انسانن جي دلين ۾ وسندڙ سمجهي. سڀني سان پيار ڪرڻ گهرجي. فقط هڪڙي خاص صورت ۾، خاص هنڌ تي "ڀڳوان" کي محدود نه سمجهڻ گهرجي. آتما يا برهم گيان جي معنيٰ به اهائي آهي ته هر هنڌ، هر هڪ ساهواري ۾، هر وقت ان کي حاضر ناظر سمجهيو وڃي انهيءَ لحاظ کان گيتا ۾ ڪرم، ڀڳتي ۽ گيان جو اهو هڪڙو ئي مطلب آهي ته سموري خلقت کي "ڀڳوان" ئي سمجهيو وڃي. اپنشدن ۾ به اهو ئي ٻڌايو ويو آهي ته سڀني سان هڪجهڙي سلوڪ سان هلڻ ۽ سڀني شڪلين ۾ "ڀڳوان" ئي ڏسڻ گهرجي. گيتا جي تعليم مطابق انسان جو روح امر يا لافاني آهي ۽ جسم فاني آهي. جڏهن جسم پراڻو ۽ ڪمزور ٿي ويندو آهي ته روح ان کي ڇڏي وڃي ٿو ۽ ٻيو

جسم اختيار ڪندو آهي. انهيءَ ڪري ڪنهن جي مرڻ تي افسوس نه ڪرڻ گهرجي، ڇو ته اهو ختم نه ٿيو آهي بلڪ هميشه لاءِ قائم رهڻ وارو آهي.



**ڀڳوان اتلاڻي**: مشهور ليکڪ. ڀڳوان اتلاڻيءَ 10 مارچ 1945ع تي لاڙڪاڻي ۾ ڄائو ورهاڱي کان پوءِ مائٽن سان گڏ لڏي هندوستان ويو هي نثر، خاص ڪري ڊرامي جو اهم ليکڪ آهي. تعليم بي. ايس. سي اٿس. اسٽيٽ بينڪ آف انڊيا ۾ ملازم رهيو. جتان رٽائر ڪري هن وقت جڌپور ۾ رهي ٿو. هن جي ڪهاڻين ۽ ڊرامن جا ڪيترائي ڪتاب ڇپيل آهن. جهڙوڪ: (1) 'ٻلتو' (لانگ پلي: 1983ع)، (2) 'ڪنڊن جا ٻج' (ڪهاڻين جو مجموعو: 1985ع)، (3) 'پنڌارو' (ڊرامن جو مجموعو:1986ع)، (4) 'الوداع' (ريڊيائي ڊرامن جو مجموعو: 1989ع) ۽ (5) 'پنهنجي پنهنجي رڃ' (ناول: 1991ع). کيس مجموعي طور 22 اوارڊ مليل آهن جن ۾ آل انڊيا سنڌو ڪلچرل سوسائٽيءَ، راجستان سنڌي اڪيڊمي، راجستان ساهتيه اڪيڊميءَ، ڊپارٽمينٽ آف لئنگئيجز گورنمينٽ آف هريانا، ماهوار رسالي "مڪتا"، "سينٽرل هندي ڊائريڪٽوريٽ گورنمينٽ آف انڊيا، دهليءَ" طرفان مليل اوارڊ شامل آهن هي سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ لاءِ قائم ڪيل اداري NCPSL جو ميمبر ۽ راجستان سنڌي اڪيڊميءَ جو چيئرمئن (2000ع-1997ع) به رهيو آهي هي فري لانس صحافي به آهي ڪيترين اخبارن ۾ سندس ليک ڇپبا رهيا آهن ڀڳوان اتلاڻي پنهنجون تحريرون ٻهرين هنديءَ ۾ لکندو آهي ۽ پوءِ انهن کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪندو آهي. ادب ۾ سندس اظهار جو ذريعو ڪهاڻي ۽ ڊراما آهن. هن ناول "پنهنجي پنهنجي رڃ" ٻهرين هنديءَ ۾ لکيو جنهن ٻهريون انعام کٽيو هو بعد ۾ ان کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو ويو.

**ڀڳواناڻي، سترامداس ڪيولرام**: سنڌي ٻوليءَ جو هي ليکڪ ۽ شاعر 25 آڪٽوبر 1904ع تي روهڙيءَ ضلعي سکر ۾ ڄائو تعليم ۾ اورسيئر جو ڪورس ڪيائين. روحانيت سان لڳاءُ هجڻ ڪري، هن گهڻو ڪري مذهب سان لاڳاپيل موضوعن تي لکيو آهي. سندس شايع ٿيل ڪتابن ۾ "Bible in Nutshell"، "روحاني روشني" (سنڌي ۽ انگريزيءَ ۾)، "ڀڳوت گيتا" (ٻهريون ڀاڱو نظم ۾ ۽ ٻيو ڀاڱو نثر ۾) ۽ "سنتن جي سکيائن جو تت" شامل آهن. ورهاڱي کان پوءِ سندس رهائش پوني ڀارت ۾ رهي ٿي.

**ڀڳوان ٻڌ** (جنم 563 ق.م / وفات 483 ق. م): مهاتما ڀڳوان ٻڌ، جنهن کي عام طرح گوتم ٻڌ چيو ويندو آهي هندستان ۾ "ڪپل وستو" جي مقام تي،



جيڪو بنارس کان هڪ سؤ ميل اتر اوڀر ۾ "روهني" درياهه جي ڪپ تي واقع آهي. حضرت عيسيٰ جي جنم کان 500 ورهيه اڳ هڪ آريا قبيلو "ساڪيا" رهندو هو جنهن جي اوڀر ۾ "ڪياوي" قبيلو رهندو هو. اها سلطنت اڳتي هلي "مگڌ" جي نالي سان مشهور ٿي. "ساڪيا" جي اتر ۾ مغل قوم جا وڻجارا رهندا هئا ۽ اولهه ۾ "آريا ورت" هو. جتي سراوستي جو راجا رهندو هو انهيءَ ۽ مگڌ جي راجا ۾ هميشه ڇڪتاڻ رهندي هئي. اهڙيءَ طرح ساڪيا قبيلو ڪنهن حد تائين وچ ۾ ديوار هئڻ ڪري آزاد هو. هن قبيلي جا ماڻهو اڪثر ڪري مال چاريندا ۽ سارين جي پوک ڪندا هئا ۽ پوکن جي لاءِ پاڻي ٻي نديءَ مان حاصل ڪندا هئا. جنهن کي "هان" چوندا هئا. انهيءَ نديءَ جي ٻئي پاسي هڪ ٻيو قبيلو رهندو هو جيڪو 'ڪولين' سڏرائيندو هو. ان ڪولين قبيلي جي راجا جي ٻن ڌيئرن جي شادي ساڪيا قبيلي جي راجا "سدوڌن" سان ٿي. جن مان ڪنهن کي به وڏي عرصي تائين اولاد نه ٿيو. آخرڪار وڏي ڀيڻ کي 45 ورهيه جي ڄمار ۾ ٻار ٿيڻ جيڪا انهيءَ خيال سان پيڪن ۾ وڃي ته سندس ٻار اتي ڄمي. جڏهن "ليني باغ" وٽ پهتي ته سرير ۾ سور سبب لاچار ٿي هڪ وڻ هيٺيان هڪ ٻار کي جنم ڏنائين. جيڪو اڳتي هلي "گوتم ٻڌ" جي نالي سان جڳ مشهور ٿيو ٻڌ جي ماءُ "مايا" ستين ڏينهن هن دنيا مان لاڏاڻو ڪري وئي ۽ ٻار جي پالنا ماسيءَ ڪئي. هن جو جنم 634 يا 568 ق.م ۾ ٿيو ان ڳالهه ۾ اختلاف رهيا آهن ته ڇا سندس نالو سڌارٿ هو يا گوتم؟ جديد تحقيق موجب سڌارٿ جي ٻاري ۾ پڪ نٿي ٿيئي ۽ گوتم جي لاءِ ثابتيون ملن ٿيون ته ننڍپڻ کان کيس گوتم سڏيو ويندو هو.

گوتم ٻڌ جي ننڍپڻ جو مستند احوال ڪتابن ۾ موجود نه آهي. ۽ جيڪي تفصيل انهي وقت بابت مليا آهن اهي اهڙيءَ جهڙا آهن ۽ عقيدتمندن جا اضافا آهن. اها حقيقت آهي ته گوتم ٻڌ جي ننڍپڻ ۾ شادي هڪ شهزاديءَ سان ٿي. جيڪا سندس ماروٽ هئي. گوتم جي زال بابت به اختلاف موجود آهن. "چيني ٻڌن" جو چوڻ آهي ته گوتم کي ٽي زالون هيون ۽ سندس ماروٽ زال مان هڪ پٽ ڄائو جنهن جو نالو "راهول" رکيو ويو.

ٻڌ مذهب جي راوين جو بيان آهي ته گوتم ٻڌ جڏهن جوانيءَ ۾ قدم رکيو ته هن ان وقت جي سيني علمن ۽ فنن کي حاصل ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو هو سمورو وقت سوپيا وان يشوڌرا جي سونهن جي پوڄا ۾ گذارڻ لڳو محل ۾ عيش عشرت ۾ ايترو ته گم ٿي ويو جو هن ٻاهر اچڻ تي بند ڪري ڇڏيو اها ڳالهه خاندان جي مردن کي خراب لڳي ۽ اهي راجا وٽ شڪايت ڪئي پهتا. جڏهن اها خبر گوتم تائين پهتي ته هن پنهنجن سمورن هنرن ڏيکارڻ لاءِ هڪ ڏينهن مقرر ڪيو 29 سالن تائين "ٻڌ" جي زندگيءَ بابت وڌيڪ ڄاڻ نه ٿي ملي. انهيءَ سال گوتم ۾ هڪ ذهني انقلاب آيو جنهن سندس حياتي بدلائي ڇڏي. اتفاق سان ان وقت گوتم جي زال پيٽ سان هئي ۽ خود گوتم جي گهر هڪ نئين زندگيءَ جي شروعات ٿيڻ واري هئي. زندگي ۽ ان جي مسئلن جي حل طرف سندس ڌيان ڇڪجي وڃڻ هڪ فطري ڳالهه هئي. هو سوچي رهيو هو ته ڇا ڪجي ان دوران سندس هڪ ڪاهوڙي سان ملاقات ۽ گفتگو ٿي. هن گوتم کي دنيا جي فاني هجڻ جو احساس ڏياريو ان کي مايا جو هڪ مهاجار ٻڌايو ۽ اها صلاح ڏنائين ته هو انهن ٻنڌڻن کي ڇني جهنگ جي نويڪلائيءَ ۾ وڃي "تپسيا" ڪري ۽ ان مت آنند حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري.

انهيءَ وقت "مگڌ" جي گاديءَ جو هنڌ راج ڳرهه هڪ اهڙي ماڳ ۾ هو. جنهن جي چوڌاري ٽڪريون گهيريل هيون. انهن ٽڪرين ۾ ان وقت جا وڏا وڏا تياڳي، راهب ۽ درويش رهندا هئا. جن جي علم ۽ ڏاهپ جي مشهوري پري پري تائين پهتل هئي. گوتم انهن تياڳين مان هڪڙي وڏي تياڳي 'الاره' جي خدمت ۾ حاضر ٿي وٽانئس تعليم وٺندو رهيو جڏهن الاره جو نظريو کيس مطمئن ڪري نه سگهيو ته ٻئي فلسفيءَ کان ودِيا حاصل ڪيائين ۽ هندو جيون جي فلسفي کي سکڻ ۽ سمجهڻ جي ڪوشش ڪيائين. ان وقت انهيءَ فلسفي جا ڇهه "وديالي" هئا. جن ۾ گوڙي ۽ سخت تپسيا جو متو گهڻو مقبول هو. تنهنڪري گوتم اهو آشرم ڇڏي اروِلا جهنگل ۾ "ٻڌ گيا" جي ويجهو ڇهن سالن تائين پنجن چيلن سان گڏجي قسم قسم جي تپسيا ۽ انگ آزاري ڪئي. نوبت ايستائين وڃي پهتي جو گوتم ڳري ڪمزور ٿي ويو.

گوتم تمام گهڻي دماغي ولوڙ ۽ روحاني بي اطمينانيءَ ۾ مبتلا هو. سندس انهيءَ ڪيفيت کي ٻڌمت جا ڪتاب روشني ۽ اونده جي مقابلي جي صورت ۾ پيش ڪن ٿا. گوتم کي تپسيا ۽ انگ آزاريءَ وسيلي من جي مراد حاصل نه ٿي ته ٿي ڪيس من جو آنند مليو. جنهنڪري زال، پٽ ۽ راڄ ڀاڳ ڇڏي هو ڏاڍو مايوس ٿيو ۽ فطري طور سندس دل گهريو هوندو ته "ايپڪوريت" جي جاءِ تي لذتيت (Stokisim) تي عمل ڪري. سندس تن ۾ هڪ ماڻڊاڻ متو هوندو.



گوتم جي دماغي ولوڙ ۽ روحاني ڪشمڪش برابر هلندي رهي. ايستائين جو ڏينهن لڙيو ۽ سج ٻڏڻ لڳو ته گوتم جي ذهن ۾ هڪ چمڪو پيدا ٿيو ۽ سندس گجهه انهيءَ لات ۾ اهو حال لڌو، جنهن جي ڳولا ۾ هو ايترا ڏينهن سرگردان رهيو هو. ڪيس ڄاڻ ملي، جڻ ڪو جٺي رهيو هجي ته رڳو اندر جي اوجر ۽ خلق سان پريم ڪرڻ ۾ ئي ڇوٽڪاري جو راز لڪل آهي ۽ انساني ڏرجهن ڪان ڇٽڻ جا اهي ئي ٻه وسيلا آهن. انهيءَ ڇٽڪاري ڪيفيت ڪان پوءِ هو "ٻڌ" يا روشن ضمير جو رائڻ لڳو.

ان ڪان پوءِ جي حالت گوتم جي لفظن ۾ هن طرح بيان ڪئي وئي آهي:

"جڏهن مون اهو ڄاتو ۽ ورتو ته منهنجي آتما براين، دنياوي زندگيءَ جي ڳب، غلط ۽ اوديا جي مونجهارن ڪان آزاد ٿي وئي آهي. ته مون کي پنهنجي "نروان" جي ڄاڻ حاصل ٿي، ٻيهر جنم وٺڻ ڪان ڇوٽڪارو مليو، پوتر سمو ختم ٿي ويو ۽ فرض پورو ٿيو. مون اهو ڄاتو ورتو ته هاڻي نه هن دنيا ۾ ٻيهر نه ايندس." هاڻي گوتم جي اڳيان سوال هو ته انهيءَ حل کي پاڻ تائين محدود رکي يا اهو پيغام ساري دنيا کي پهچائي.

هن سمجهيو پئي ته "آريا ورت" ۾ برهمڻن جو گهڻو اثر آهي ۽ سندن نظريا ماڻهن وٽ مقبول پيل آهن. هن اهو به ڄاتو ٿي ته هن تن آزاري ۽ تپسيا ختم ڪري عوام اڳيان پاڻ کي ڪلڻ هاب ڪيو آهي. هن سمجهيو ٿي ته هن جو پنهنجي "مشن" ۾ ڪامياب ٿيڻ اڪ مان ماڪي لاهڻ برابر نه آهي. هن جي دل ۾ جيڪو انساني پريم چوليون هڻي رهيو هو ان ڪيس ڪنڌلٽو ويهڻ نه ڏنو ۽ پڪو ارادو ڪري اٿيو ته هو پنهنجو حل ۽ پنهنجو نظريو دنيا جي فائدي لاءِ ضرور پيش ڪندو. ته جيئن هن وانگر هر ماڻهو کي وري وري جنم وٺڻ ڪان نروان حاصل ٿئي ۽ هر ڪو ابدي آنند ۽ خوشي حاصل ڪري.

مطلب ته سندس انهيءَ مشن ڪيس تحريڪ ۾ آندو ۽ انهيءَ جي تبليغ يا پرچار لاءِ اٿي کڙو ٿيو. گوتم جو ارادو هو ته پنهنجو پيغام هو پهريائين پنهنجن استادن الارا ۽ ادرڪ کي پهچائيندو، پر اتي پهچي ڪيس پتو پيو ته اهي هن جهان مان اسهي ويا هئا. هاڻي هن پنهنجن چيلن ڏانهن بنارس جو رخ ڪيو. رستي ۾ هڪ چالاڪ سچاتل برهمڻ سان سندس ملاقات ٿي. برهمڻ جڏهن سندس خوشيءَ ۾ جرڪندڙ منهن ڏٺو ته پڇيائينس ته "خوشي، خوشيءَ ۾ ڪيڏانهن وڃي رهيو آهين؟" ته ٻڌ جواب ڏنس "مان امر قانون جو ڍينڊو هلائڻ وڃي رهيو آهيان." برهمڻ ٻڌ جي ان جواب ڪان ايترو خوش نه ٿيو.

گوتم جي پرچار جو تت هن ريت آهي ته جنهن شيءِ جو جسم آهي، اها مادي مان ٺهي آهي. مادو فاني آهي ۽ سدا رهڻ وارو نه آهي. تنهنڪري هر "جسم رکندڙ" شيءِ ۾ فنا جا جيوڙا موجود آهن. انسان جسم ۽ روح رکي ٿو انهيءَ جو فنا سان ڪو واسطو نه آهي. غم، ڪمزوري، بيماري ۽ موت فنا جا ڏاڪا آهن. جيستائين ناپاڪ خواهشون باقي آهن ته حرص، ڳڻتي ۽ سڌ (خواهش) جو واسطو ضرور رهندو. جيڪا انساني شيءِ مادي دنيا سان واسطو رکي ٿي، اها دل جي برائي آهي. جيستائين دل ۾ رتيءَ برابر به بدي هوندي ته دنيا ڪان ناتو ڇڇي نه سگهندو. دل جي برائيءَ سان ڳنڍ ٽيڪ ڪرڻ فائدي وارا نه ٿيندا.

گوتم ٻڌ آخري اُپديش (وعظ) پنهنجي ڀڪشن کي ڏيندي چيو هو: "توهان کي پوريءَ طاقت سان چوان ٿو ته هر مرڪب شيءِ ۾ زوال پذيري تخليق طور موجود آهي. توهان پنهنجي ڇوٽڪاري لاءِ ڪوشش ڪندا رهو." اهو چئي هو بيهوش ٿي ويو ۽ انهيءَ حالت ۾ ئي دنيا مان موڪلائي ويو. اهو واقعو 488 ق.م ۾ پيش آيو.

گوتم جي ديهانت ڪان پوءِ چيلن ۾ گهڻي وقت تائين انهيءَ ڳالهه تي بحث ٿيندو رهيو ته دفن ڪلڻ کهڙي عنوان سان انجام ڏنو وڃي. آخرڪار آنند جو فيصلو مڃيو ويو ۽ لاش کي وڏي شان سان ڳائي وڄائي مڪتابندن جي مندر ۾ کڻي ويا ۽ ان کي چڪروتي راجائن وانگر ساڙيو ويو ۽ "چڪيا" مٿان ڪيوڙي ۽ گلاب جو پاڻيءَ وسايو ويو. پوءِ سندس هڏين کي ڪلو ڪري آندو ويو. ڪيترن راجائن ان مقدس يادگار ۾ حصو وٺڻ گهريو پر اهي پاڪ هڏيون فقط پاوا جي راجائن ۽ ڪوسي نگلا ۾ ورهايون ويون. جن پنهنجي پنهنجي حصي جي هڏين ۽ رک تي عاليشان گنبذ نهرايا. اهڙو هڪ عاليشان گنبذ حال ۾ ئي ڪسيا جي ويجهو لڌو ويو آهي. جنهن تي لڳل پٿر جو ڪتبو به مليو آهي. انهيءَ مان ثابت ٿئي ٿو ته "ڪسيا" ئي قديم زماني جو ڪوسي نگلا (ڪوسي نگر) آهي. مگر پاوا جي باري ۾ ڪوجنا هن وقت تائين اڻوري آهي.

**ڀڳوان ٻڌ** (ڪتاب): هي ڪتاب مرهٽي ٻوليءَ ۾ لکيو ويو هو. جنهن جو ليکڪ ڌرمانند ڪوسمبي آهي. جنهن کي سنڌيءَ ۾ ترجمو پروفيسر نارائڻداس رتنمل ملڪاڻيءَ ڪيو. جيڪو ساهتيه اڪيڊمي، نئين دهليءَ جي سيڪريٽري ڪي. آر. ڪرپالاڻي نومبر 1956ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪتاب جي جلد مٿان ڏنل چتر ميرپور خاص سنڌ پرسان ڪاهوءَ جي ڏڙي مان ڪوٽيل ٻڌ جي مورتيءَ جو آهي، جو پرنس آف ويلس ميوزيم بمبئيءَ جي



مهرباڻيءَ سان، اها تصوير ڪتاب جي ٽائيٽل تي ڏني وئي آهي. ڪتاب ۾ ڪل 12 باب آهن هي ڪتاب ٻڌ ڌرم جي سڄي اصلوڪي ساهتيہ ادب جو گهرو اڀياس ڪري لکيو ويو آهي. ليکڪ ڌرمانند 1876ع ۾ ڀارت جي شهر گوئا جي هڪ ننڍڙي ڳوٺ ۾ جنم ورتو. گوئا ۾ سرڪار طرفان تعليم جو ڪوئي بندوبست نہ هو سو هن خانگي، طرح ڪجهہ مرهٽي ۽ ڪجهہ سنسڪرت سکي ورتي. انهيءَ عرصي ۾ هن "بال بوڌ" نالي هڪ پاراڻو مرهٽي رسالو ٻڌ ڀڳوان بابت پڙهيو سو پڙهي ايتري قدر موهت ٿيو جو ٻيا سڀ خيال ڇڏي ٻڌ ڌرم جي گيان حاصل ڪرڻ لاءِ سنڌرو ٻڌائين ۽ هي ڪتاب لکيائين. پڪي جلد جي 384 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 3 روپيا آهي.

**پڳوان ٽلواڻي:** ليکڪ، شاعر ۽ اداڪار پڳوان ٽلواڻي ٻهرين جنوري 1937ع تي ٻوڙي تعلقي سنجهوري، ضلعي سانگهڙ ۾ ڄائو. تعليم بي. اي تائين حاصل ڪيائين. هن ڪهاڻي، شاعري، ناٽڪ ۽ مضمون تي طبع آزمائي ڪئي آهي. سندس ڪهاڻين جو پهريون مجموعو "سمرتين جي زنجير" (1971ع) ۾ ۽ ٻيو مجموعو "پکيڙا پرڇيهہ ۾" (1980ع) جي عنوان سان ڇپيا. جنهن ۾ سندس 10 مختصر ڪهاڻيون شامل آهن. هن جون سؤ کن ڪهاڻيون ۽ وڏي تعداد ۾ شاعري، مضمون ۽ ناٽڪ مختلف رسالن ۾ شايع ٿيل آهن. هن 30 کان مٿي ناٽڪن ۾ اداڪاري پڻ ڪئي آهي.

**پڳوان چاولا:** سنڌي ٻوليءَ جي نامياري ڳائڪ ۽ اداڪار، پڳوان چاولا جي پيدائش 1935ع ۾ چمن، بلوچستان ۾ ٿي. بي اي تائين تعليم ورتائين. ڳائڪ طور گهڻائي گيت، ڪلام، غزل، لاڏا، بيت ۽ ڏوهيڙا ڳايا اٿس. آل انڊيا ريڊيو ۽ ٽي وي (دور درشن) تان ڪيترائي پروگرام پيش ڪيل اٿس. پڪچر ۾ سندس خاص دلچسپي رهي آهي. اداڪار طور 8 ناٽڪن جهڙوڪ "ڏس پٽسي جا رنگ"، "طلاق"، "ڀهروپي"، "ٻنڌل باز"، "شاهدي" وغيره ۾ ڪم ڪيائين.

**پڳوان داس دولتاڻي "هوش":** پڳوانداس دولتاڻي "هوش" سنڌي ٻوليءَ جو مشهور اديب آهي. جنهن جا ٻہ ڪتاب "سنڌي شعر ۽ ڇند" (1986ع)، "سامي" (1987ع) ڇپيل آهن. انهن کان سواءِ سندس سنڌي نثر ۾ تنقيد جي موضوع تي ڪجهہ ٻيا ڪتاب بہ ڇپيل آهن.

**پڳوانداس، مهاراج:** مهاراج پڳوانداس جي جنم جي تاريخ جو پورو پتو پئجي نہ سگهيو آهي. سندس جنم ٽنڊي الهيار (اڳوڻي ضلعي حيدرآباد) ۾ ٿيو. برهمڻ خاندان ۾ جنم وٺڻ ڪري سندس پرورش مذهبي ماحول ۾ ٿي. هن سنڌي، هندي ۽ سنسڪرت ٻولين جو چڱو اڀياس ڪيو. هن سندس شاعري/باڻيءَ مان معلوم ٿئي ٿو تہ هو وڏو عالم شخص هو. هن سنڌيءَ ۽ هندي ٻولين ۾ شاعري ڪئي. هن سنڌيءَ جي بيت ۾ هنديءَ ۾ وڏيڪ شاعري ڪئي. هن جا شعر هند سنڌ جي راڳن ۽ راڳڻين جي آڌار تي رچيل آهن. جنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ ڪيس راڳ جو ڪافي علم هو. سندس شاعريءَ ۾ ڪرشن ڀڳتيءَ جو رنگ وڌيڪ هو.

**پڳوانداس ميرچنداڻي:** پڳوانداس ميرچنداڻي، پنهنجي آڪهہ ۽ دوستن ۾ ٻي.ڊي ميرچنداڻيءَ جي نالي سان مشهور هو. سندس جنم 25 فيبروري 1926ع تي حيدرآباد سنڌ ۾ ٿيو. سندس پيءُ ديوان ڏيارام وسڻمل سنڌ جو مشهور تعليم دان ۽ ڪيترن اسڪولن جو هيڊ ماستر ٿي رهيو هو. پڳوان ميرچنداڻي هڪ ذهين شاگرد جي حيثيت سان، اقتصاديات ۽ تاريخ ۾ ايلفنسٽن ڪاليج بمبئي مان بي.اي آنرس جي ڊگري ورتي. بعد ۾ لنڊن جي اسڪول آف ايڪانامڪس جهڙي جڳ مشهور ڪاليج مان اقتصاديات ۾ ماسٽرس جي ڊگري حاصل ڪيائين. اتي ئي هن انڊين سول سروس جو امتحان ڏنو ۽ 1929ع ۾ واپس اچي پنهنجون خدمتون سرڪار جي حوالي ڪيون. ڪيس سنڌ، گجرات ۽ بين هنڌن تي مقرر ڪيو ويو. ٿوري وقت بعد ڪيس عدالتي کاتي ڏانهن بدلي ڪيو ويو. هن احمد نگر، سورت، گجرات، لاڙڪاڻي ۽ حيدرآباد ۾ تمام ايمانداريءَ سان خدمت ڪئي. 1947ع کان پوءِ ڪيس انتظامي کاتي ۾ رکيو ويو. 1948ع ۾ بمبئيءَ جو ڪمشنر ۽ ٻين اهم کاتن جو سيڪريٽري بہ رهيو. نوڪريءَ واري دور ۾ رلڻو ملڻو ۽ سٺي سڀاءَ وارو آفيسر ليکيو ويندو هو. پڳوان ميرچنداڻي، سنڌ توڙي هند جي مختلف علائقن ۾ نوڪريءَ دوران سنڌ جي تاريخ تي تمام اهم مقالا لکيا. رٽائرمنٽ کان پوءِ هن انگريزيءَ ۾ سنڌ جي تاريخ، سماجيات ۽ اقتصاديات جي موضوعن تي ٻہ ٻها تحقيقي مقالا لکيا. جيڪي "جرنل آف سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽي"، "جرنل آف انڊين هسٽري"، "جرنل آف ايشياٽڪ سوسائٽي" ۽ "اينلس پونا" ۾ ڇپيل آهن. سندس 11 اهم مقالا سندس پيڻ مسز سرسوتي گلراجاڻي سهيڙي ڇپرايا آهن. ڪتاب جو نالو آهي: "قديم سنڌ جون جهلڪيون" (Glimpses Of Ancient Sind: A Collection Of Historical Papers). ٻي ڊي ميرچنداڻيءَ جا جرنل آف سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽيءَ ۾ هيٺيان اهم مقالا ڇپيل آهن:

1. Chachanama: Reference to Persia Zabul-Kashmir and Kanau.
2. Kalhora Invasions of Cutch.
3. Identification of Al-Bialduri's Usaifan.
4. Sind and the White Hans identification of Hiven-Tsiang's Sin-Tu Kingdom.
5. Sun Temple of Multan.
6. The Travels of Pranapuri.
7. Ancient Budha.
8. On Hiven T siang's Travels in Baluchistan.
9. Hiven Tsiang's Travels Places- names Khie-Tsi-Shi-Fa-lo, long-Kie-Lo and Su-nu-chi-fa-lo.
10. Bahram Gur's Marriage with an Indian Princess. Fact or Fiction
11. Crow's Account of Sindh.
12. Purchase of Guns by the Kalhoras from the East India Company
13. The English Factory in Sindh 1752-1775.
14. Nicholas Withingston's route between Nagar Parkar and Thatta in 1613-14.
15. Some references to Sindh in a Chinese work of the 13th century
16. The Pirates on the N.W Coast of India.
17. Sindh in 1809. Extract from Henery Ellies.
18. Cutch and Sindh (relation between the two countries with particular reference to Kalhoras invasions of Cutch.
19. Sindh Coasts Cutch, Kathiawar and Gujrat.

**پڳوان سي، ٽڏاڻي "پشپ":** سنڌي ٻوليءَ جي هن ليکڪ ٻهرين اپريل 1922ع تي حيدرآباد سنڌ ۾ جنم ورتو. مئٽرڪ تائين تعليم حاصل ڪيائين. سندس خاص موضوع، ڪهاڻي، مضمون ۽ ناٽڪ آهن. سندس سالن جي سماجي ۽ ادبي پورهئي ۾ سندس شايع ٿيل ڪتاب "سماج جي

صورت" (1966ع)، "سماجڪ پشپ" (1968ع)، "هيرا موتي" (1972ع)، "سکي جيون"، (1975ع) "ڪسوٽي" (1976ع) وغيره اهي وجن ٿا. سماج سڌار ۽ صحت سان لاڳاپيل موضوعن ۾ خاص دلچسپي اٿس.

**پيگوان فتح چند پاوناڻي:** هي؛ ڳائڪ ۽ شاعر 1928ع ڌاري حيدرآباد سنڌ ۾ ڄائو. بي. اي تائين تعليم حاصل ڪيائين. ڀاڻ سلو ڳائڪ، سنگيت ڪار ۽ شاعر رهيو آهي. سنڌس ڪيترائي گيت ڪمپوز ٿيل آهن. ڪجهه گيت فلمي طرزن تي جوڙيل اٿس ۽ آل انڊيا ريڊيو تان ڪيترائي دفعا نشر ٿي چڪا آهن ۽ ٽي وي؛ تان پڻ پروگرام ڪيل اٿس. شاعر جي حيثيت ۾ "گيت گونجار" (پڄن – 1972ع) ننڍڙو ڪتاب شايع ٿيل اٿس.

**پيگوان ڪپور:** هن جو اصل نالو پيگوان چترو مل ڪپور آهي ۽ "پيگوان ڪپور" سندس ادبي نالو آهي. 6 مئي 1935ع تي ڪراچي شهر ۾ ڄائو. بهترين مصور رهيو آهي. سندس جدا جدا موضوعن تي بيشمار تصويرون ڪڍيل آهن. ڳوٺاڻي زندگي؛ ۽ هندستاني عورت جي قديم روايتن جي روشني؛ ۾ مصوري ڪرڻ ۾ خاص مهارت رکي ٿو. جي جي اسڪول آف آرٽ (بمبئي)، اسڪول ڊيس بو آرٽس ۽ اٽيليئر (پئرس) ۽ فرينچ سرڪار جي اسڪالر شپ هيٺ چترڪاري؛ جي سکيا



ورتل اٿس. ڪجهه مصوري يونيسيف (UNICEF) پاران نڪرندڙ گريٽنگ ڪارڊن تي گڏ ڪيل ڏهن سالن ۾ ٽي دفعا لکن جي تعداد ۾ شايع ٿيل اٿس. ان ڪانسواءِ 'ريڊرس ڊائجسٽ' جا ڪور ۽ ڊزائين ناهيل ۽ 'ساريڪا' توڙي 'ڌرم يگ مئگزين' ۾ چتر ڇپيل اٿس. اڪيلي سر 10 دفعا (1974-1960ع تائين) ۽ ٻين سان 11 دفعا (1981ع-1971ع تائين) ڀارت جي مکيه شهرن جهڙوڪ ممبئي؛ دهلي؛ ڪلڪتي، حيدرآباد، گواليار، پٽنا ۽ ڀارت کان ٻاهر پئرس، ميونخ، نيويارڪ، لنڊن، سائگان، صوفيا، سڊني ۽ موراڪو وغيره جي آرٽ گئلرين ۽ ميوزمن ۾ مصوري؛ جا نماءُ ڪري چڪو آهي. مٿين شهرن جي انيڪ آرٽ سوسائٽين پاران بهترين چترڪاري؛ لاءِ "سونا بلا" ۽ ٻيا گهڻا ئي انعام کٽيائين. جهڙوڪ: "چوئترام گدوائي انعام"، سنڌ ۽ سنڌي ڀهراڻي لاءِ "نئشنل آرٽ اگزيبيشن 1959ع انعام" وغيره. جي جي اسڪول آف آرٽ ۾ فرسٽ ڪلاس فرسٽ آيو ۽ فيلوشپ به مليس. مٿين شهرن ۽ ملڪن جي سيني آرٽ گئلرين توڙي ميوزمن ۾ سندس انيڪ چتر دائمي طور محفوظ آهن. هن جا ڪجهه چتر دنيا جي مشهور مصورن ڊيوڊ ۽ نوروتي (مشهور انگلنڊ) وٽ پڻ رکيل آهن. ان کان سواءِ ويسٽ جرمني سرڪار وٽ هڪ سال لاءِ سرڪاري مهمان طور رهڻ جو شرف به حاصل ڪيل اٿس.

**پيگوان ڪلناڻي "ساقي"**: شاعر ۽ ليکڪ پيگوان ڪلناڻي "ساقي"؛ جو جنم 3 نومبر 1921ع تي، اڳوڻي ضلعي نوابشاهه (هاڻوڪي نوشهري فيروز) جي شهر پڍيا ۾ ٿيو. ابتدائي تعليم ڳوٺ ۾ ورتائين. ورهاڱي بعد مٿئين سان ڀارت لڏي ويو، جتي ڪيترن اسڪولن ۾ استاد رهيو ۽ هيڊماستر طور رٽائر ٿيائين. 'ساقي'، هڪ استاد سان گڏ مصور، ناول نگار، شاعر، موسيقار ۽ فنڪار به آهي. هندستان ۾ وڃڻ بعد مصوري ڇڏي ڏني هئائين. پر رٽائرمينٽ کان پوءِ چترڪاري/ مصوري، ڪارٽوننگ ۽ گيت سنگيت سان ٻيهر ٻيچ پاتائين. اوائل ۾ ناول به لکيائين. سنڌي ۽ اردوءَ ۾ شاعري ڪيائين. سندس هيٺيان ڪتاب ڇپيل آهن: (1) 'ماستر جي' (ناول:1950ع)، (2) 'راڄو' (ناول:1951ع)، (3) 'ڏاڙيايون' (شاعري: 1984ع)، (4) 'منهنجون آخري ناڻائيون' (شاعري: 1992ع)، (5) 'مستي ڀري جي' (شاعري)، (6) 'گستاخيون' (شاعري)، (7) 'خاموشين سان ڳالهيون' (شاعري:1997ع). ان کان سواءِ هڪ انگريزي ڪتاب Bubbles of Life (2 volumes) پڻ لاڳ ڇپيل آهي. هن گهڻو ڪري عشقيه شاعري ڪئي آهي.

هن وقت آغا خان بلڊنگ، اسٽيشن ڪارنر پوني (ڀارت) ۾ رهائش پذير آهي.

**پيگوان لالواڻي:** سنڌي ٻولي؛ جي هن مشهور ليکڪ ۽ ڪهاڻيڪار جون مختصر ڪهاڻيون مقبول آهن. سندس ڪهاڻين جو هڪ مجموعو "سارهي" جي نالي سان 1945ع ۾ ڇپيو هو.

**پيگوان "نردوش"**: پيگوان ڪسون مل هوتچنداڻي؛ 13 آڪٽوبر 1942ع تي ڳوٺ دريا خان مري (اڳوڻي تعلقي نوشهري فيروز ۽ هاڻي تعلقي نواب شاهه) ۾ جنم ورتو. هن مئٽرڪ 1960ع ۾ آٿو ترام وارشيا ڪشمپ اسڪول بڙودا مان، بي. ايم. ايس يونيورسٽي آف بڙودا مان ۽ بي. ايڊ پوپال يونيورسٽي؛ مان ڪئي. هي هڪ بهترين شاعر، مضمون نگار، ڪهاڻيڪار ۽ نقاد آهي ۽ سندس تخلص "نردوش" آهي. هن شعر جي شروعات 1960ع کان ڪئي. سندس پهرين رچنا، هڪ گيت "وطن جي آن رکڻي آهي، وطن جي آن رکنداسين" 1965ع ۾ شايع ٿيو. سندس ڪتاب: 'چنڊ ڪئي چانڊاڻ' (شاعري؛ جو مجموعو:1974ع)، 'رنگ برنگي ٽوڪٽا' (ٻاراڻي شاعري؛ جو مجموعو: 1978ع)، 'گل گلاب جا' (ٻاراڻيون ڪهاڻيون: 1975ع)، 'سوني مڇي' (ٻارن لاءِ ڪهاڻيون: 1976ع)، 'ٿون جي مَيا مولي' (تنقيدي مضمون: 1989ع)، 'آءُ ۽ اوريون حال' (شاعري؛ جو انتخاب: 1990ع)، 'نامر ڪليا ناٽڪ نويس' (سوانح حيات: 1991ع)، 'ٻري دلگير- هڪ اڀياس' (سوانح ۽ ادبي تنقيد: 1993ع)، 'سر سريلا ساز جا' (شعرن جو گٽڪو: 1994ع)، 'سنگهرش' (سنڌي ڪهاڻي؛ جي مجموعي جو گجراتي؛ ۾ ترجمو: 1995ع)، 'رمر جهم رمر جهم' (ٻاراڻا گيت: 1995ع)، 'ٻانوجاڻي چا' (واسديو 'نرمل' جي ڪتاب 'ما تو کي خبر آهي' جو گجراتي؛ ۾ ترجمو: 1996ع)، ۽ 'سک جا پاڇا' (غزلن جو گلدستو: 1996ع) ڇپيل آهن.

پيگوان 'نردوش' کي "گجرات سنڌي ساهت اڪادمي، گانڌي نگر" جا پنج انعام مليل آهن. ان کان سواءِ ڪيس دهلي؛ مرڪزي سرڪار جي ماحوليات ۽ ٻيلي کاتي پاران نئشنل سطح تي 'وشيو پريا ورڻ ڏينهن' (5 جون 1993ع) تي 'پريا ورڻ جو پرتاب اوارڊ' ملي چڪو آهي. 'نردوش'، "گجرات سنڌي ساهت اڪادمي گانڌي نگر" جي اسٽئنڊنگ ڪاميٽي؛ جو ميمبر رهيو آهي. اکل ڀارت سطح تي مشاعرن ۽ سيمينارن ۾ اڪثر شريڪ ٿيندو رهيو آهي. آل انڊيا ريڊيو احمد آباد ۽ آل انڊيا ريڊيو دهلي؛ جي سنڌي پروگرامن ۾ "شاعر جي قلم مان" عنوان هيٺ پيش ٿيندڙ پروگرام ۾ شعر ۽ شاعري پڙهندو رهيو آهي. هو هن وقت هنسول (Hansol)، احمد آباد (انڊيا) ۾ رهي ٿو.

**ڀڳوت/ ڀڳود گيتا:** 'ڀڳوت گيتا' معنيٰ ڀڳوان جو گيت. ڪن عالمن جو خيال آهي ته شري ڪرشن پنهنجو پنٿ (فرقو) قائم ڪيو هو ۽ ان جي پوئلڳن کي ڀاڳوت چيو ويندو هو جيڪي غير برهمڻ هوندا هئا. تن لاءِ گيتا هڪ شاستر يا درسي ڪتاب هوندو هو بعد ۾ جيئن شري ڪرشن جو اثر پکڙيو ويو، تيئن برهمڻن کيس وشنو جو اوتار ڪري مڃيو ۽ گيتا کي به شاسترن ۾ اتم ڪري مڃيو ويو.




گيتا هڪ امر گيت آهي. جنهن ۾ ڇند (وزن) ته آهي، پر قافيو غير موجود آهي. گيتا هندن جو هڪ مقدس مذهبي ڪتاب آهي. جنهن ۾ زندگيءَ جي اونهن اسرارن تي روشني وڌي ويئي آهي. ايشور آهي. آتما آهي. موت کان پوءِ جنم ٿئي ٿو. ڪرمن جو ڦل ملي ٿو. اهو مڃيو ويو آهي. پر دليلن سان ثابت ڪرڻ جي بدران صرف صلاح ڏنل آهي ته ڇا ڪرڻو آهي يا نه ڪرڻو آهي.

**ڀڳوت گيتا جي ڪهاڻي:** گيتا، جنهن کي هندن اعليٰ مقدس صحيفو ڪري مڃيو آهي. هڪ ٻئي عظيم رزميه منظوم داستان مهاڀارت جو هڪ حصو آهي. جنهن ۾ ڪوروَ ۽ پانڊوَ- ٻن سؤٽ خاندانن جي لڙائيءَ جو ذڪر آهي. ٻنهيءَ جو معاملو راج گديءَ تي مٿو هو. جيڪا ڪوروَ دغا سان ٺٻائي ويٺا هئا. هڪ پاسي هو دريوڌن ۽ سندس 99 ڀائر ڪوروَ. جن سان ساٿ هو ڀيشم پتامهه ۽ دروڻ آچاريا جهڙا. ڀيشم، ڪوروَن توڙي پانڊوَن جي ڏاڏي جو برهمچاري ڀاءُ هو ۽ دروڻ ٻنهي ڌرين جو گرو هو. ڪوروَن سان گڏ سوريه ديوتا جو بهادر پٽ 'ڪرن' به شامل هو. ٻئي طرف پانڊوَ پاڻ پنج ڀائر هئا. جن ۾ يڌشٽر سڀني کان وڏو هو ان کان پوءِ نمبر وار ڀيم، ارجن، نڪل ۽ شهديو هئا. پر شري ڪرشن، جنهن کي ڀڳوان جو اوتار مڃيو وڃي ٿو، پانڊوَن سان گڏ هو. ڪرشن ارجن جو سالو به هو ته دوست به ۽ دريوڌن جو به سيڻ هو. ان ڪري هُن ڪوروَن سان اقرار ڪيو ته هُو خود هٿيار کڻي نه وڙهندو، پر رڳو ارجن جو رٿ هلائيندو. ڪوروَن جو پيءُ ڌرتراشٽر نابين هو. پر ان جي باوجود به هو لڙائي وڙهندي ڏسڻ لاءِ منتظر هو. سندس گذارش تي شري ڪرشن، سندس وزير سنجيه کي ازغيبي طاقت عطا ڪئي. جنهن وسيلي سنجيه راجائي محلات ۾ ويهي، سموري لڙائي ڏسي سگهيو ٿي. سموري گيتا سنجيه جي زباني راجا ڌرتراشٽر کي ٻڌايل آهي. لڙائيءَ جي ميدان تي ارجن پنهنجا مٽ مائٽ، ڏاڏا، چاچا، گرو وغيره ڏسي منجهي پوي ٿو ۽ سوچي ٿو ته خسيس ۽ فاني راج گديءَ لاءِ عزيزن ۽ گُرن جو خون وهائڻ ڌرم نه، پر اڌرم آهي. تنهن تي شري ڪرشن، لڙائيءَ جي ميدان تي، ارجن کي زندگيءَ جا لڪل راز ٻڌائي ٿو ته ڌرم ڇا آهي، اڌرم ڇا آهي. انسان جو فرض ڇا آهي. ڪرم ڇا آهي. ڪرم ڪيئن ڪجي. آتما امر آهي. مؤت کان پوءِ به جنم ٿئي ٿو وغيره. 'گيتا' ۾ ست سؤ شلوڪ آهن.

**تصنيف ۽ سنڌي ترجما:** ڀڳوت گيتا اصل ۾ سنسڪرت زبان ۾ لکيل آهي. مهاڀارت جو حصو آهي. جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته اعليٰ پايي جي فلسفي ۽ مفڪر ويد وياس جي تصنيف آهي. جيڪا اُپنشدن ڪانئون واري فلسفيانه سرشتي ۽ ان کي 'سوترن' ۾ سموهڻ کان اڳ، واري دور سان تعلق رکي ٿي. جنهن ۾ پوءِ مختلف واڌارا ڪيا ويا. ڀڳوت گيتا جي باهرئين گهاڙيٽي ۽ اندروني معنائن جي حوالي سان سمجهيو وڃي ٿو ته اها عيسوي سن کان اڳ جي رچنا آهي. جڏهن ته ان کي تحريري صورت ۾ پنجين صديءَ ۾ آندو ويو. توڙي جو ان جي متن ۾ ان کان پوءِ تبديليون آنديون ويون. جن تي سانکيه، يوگ ۽ ويدانت جي فلسفن جو اثر ظاهر آهي.

ڀڳوت گيتا جي مقبوليت جو اندازو ان ڳالهه مان لڳائي سگهجي ٿو ته دنيا جي اها زبان ناهي، جنهن ۾ ان جو ترجمو نه ٿيو هجي. سنڌي زبان ۾ پڻ ڀڳوت گيتا جا نثر ۾ توڙي منظوم ترجما ڪيا ويا آهن. جن ۾ پهريون ترجمو اين. وي. ٿڌاڻيءَ (هندو ڪاليج دهليءَ جو پرنسپال) جو چيو وڃي ٿو. جيڪو 1923ع ۾ شايع ٿيو هو. مينگهراج ڪولاڻي، چين راءِ ٻولچند ۽ مولچند (جيڪي ٽيئي روينيو آفيس ۾ ڪم ڪندا هئا)، گنشيام ڪرپالاڻي، ٽي ايل واسواڻي، پرسرام ضيا، هريرام ٻارداساڻي، نانڪرام ٿڌاڻي، گوبند حڪماڻي 'جيون' ۽ هري دلگير (امر گيت جي عنوان سان منظوم ترجمو) کان سواءِ ٻين ڪيترن ئي ليکڪن جا ترجما شايع ٿيل آهن.

**ڀڳوت گيتا جي سمجهڻ لاءِ اشارا (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب جيٺمل پرسرام گلراج جو لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ 178 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو ڇاپيل آهي. بندو آشرم، بلشوٽڪسي پريس، حيدرآباد مان ڇپايو. ڇپائيءَ جو سال ڇاپيل ناهي.

**ڀڳوت گيتا ۽ راج گيان (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب جيٺمل پرسرام گلراج جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 40 صفحا آهن ۽ قيمت 5 آنا ڇاپيل آهي. هيءُ ڪتاب، بلشوٽسڪي پريس، حيدرآباد مان ڇپيو.

**ڀڳو ٽوڙو ۽ لکي تيرٿ:** سيوهڻ ۽ لکيءَ جي جابلو علائقي جي هڪ ڀاڱي جو نالو 'ڀڳو ٽوڙو' آهي. جنهن کي 'ڀڳو ٽوڙهو' به چون. هي جابلو سلسلو سيوهڻ کان ڏکڻ طرف لکيءَ تيرٿ تائين درياهه جي ڪناري سان هلندو هلي ٿو. هن علائقي مان ٽامي جي پيالي ملڻ سان ڀڳي ٽوڙهي يا ان جي آسپاس ٽامي جي دور سان لاڳاپيل ڪنهن ماڳ جي موجودگيءَ جي نشاندهي ٿئي ٿي. آثار قديمه جي ماهر ٻنرجيءَ جي تحقيقي ڪتاب 'ماڳن بابت وچور' ۾ لکي تيرٿ ۽ ڪاڇي واري علائقي ۾ تاريخ کان اڳ واري دور جا ماڳ ڄاڻايل آهن. لکي تيرٿ جتي گندرف جا چشما ۽ هندن جا ڌرمي آستان آهن اتي کوجنا ڪئي وئي. پر ڀڳي ٽوڙي ۽ لکي تيرٿ جي وچ واري علائقي مان ڪجهه به ڪو نه مليو. ڀڳي ٽوڙي ريلوي اسٽيشن جي پرسان ٽڪرين جي ڪڇ سان، سنڌوءَ جي اٿل وقت پاڻي هر سال اچي ٽڪرائبو



هوءَ درياهي لٽ جي ڪري فصل تمام ڀلا ٿيندا هئا. هن علائقي ۾ درياهه جي ڪناري سان تاريخ کان اڳ واري انساني آباديءَ کي ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. ڀڳي ٺوڙي جي وٽ سان هڪ کليل وسيع ميدان آهي. جنهن ۾ منڇر ڍنڍ جو ڪجهه حصو به شامل آهي. ان کان پري کيرٿر جو جابلو علائقو آهي. جيڪو سنڌ ۽ بلوچستان جي سرحد آهي. ان مان معلوم ٿئي ٿو ته آمريءَ کان وٺي لوهر جي ڏڙي تائين سنڌوءَ جي ڪناري سان ڪو به تاريخ کان اڳ واري دور سان لاڳاپيل ثقافتي ماڳ سلامت نه بچيو آهي ۽ منڇر جي اولهه طرف تاريخ کان اڳ واري ثقافتي ماڳ جي موجودگيءَ جو امڪان آهي. جاڪاڻ ته ان علائقي تائين سنڌوءَ جي ٻوڏ وارو پاڻي پهچي نه سگهندو هو. لڪي تيرٿ تي گرم ۽ نيم گرم پاڻيءَ جا چشما آهن جن ۾ گندرف مليل آهي. ڦٽن ڦرڙين ۽ خارش جي مريضن لاءِ هي پاڻي شفا آهي. تيرٿ ڏارا کان ڪجهه اڀرندي تي هڪ دلچسپ غار آهي، جني روايتن موجب شاهه صدر چلو ڪڍيو هو. غار جو منهن ڏهه فوٽ ويڪرو ۽ ڇهه فوٽ اوچو آهي.

**ڀڳونتي پي. چانڊواڻي:** ڀڳونتي پي. چانڊواڻيءَ جو جنم 9 جون 1927ع تي شڪارپور سنڌ ۾ ٿيو. سندس تعليم مئٽرڪ، ايس ٽي سي ۽ لئبرري ڊپلوما آهي. هن ليکڪا خاص ڪري ٻنگالي ۽ ڌارمڪ ليک لکيا آهن. سندس رچنائون ٽڙيل پکڙيل آهن. هن "هندواسي" اخبار، جيون جوت، ۽ جوت مئگزين ۾ انگريزيءَ مان مضمون ترجمو ڪري شايع ڪرايا آهن.

**ڀڳونتي لڇمڻ ڪڪڙيجا:** ڀڳونتي لڇمڻ ڪڪڙيجا جو 26 نومبر 1940ع تي ڪراچيءَ ۾ جنم ٿيو. تعليم بي اي آنرس. هوءَ سنڌي توڙي هنديءَ ۾ ڪهاڻيون، ناٽڪ ۽ مضمون لکندي آهي.

**ڀڳونتي ناواڻي:** سنڌين جي سڪيلڌي ۽ لاڏلي فنڪاره، سنڌوءَ جي نياڻي، ڪماري ڀڳونتي ناواڻيءَ جو جنم 1 فيبروري 1940ع تي ڪراچيءَ ۾ ٿيو. جڏهن ته سندس اصل اباڻو ڳوٺ نصرپور ضلعو حيدرآباد (هاڻي مٽياري) هو. سندس تعليم مئٽرڪ هئي. پرائمري تعليم ڪراچيءَ ۾ فريئر روڊ وٽ انڊين گرلس اسڪول مان حاصل ڪيائين. 1947ع ۾ ملڪ جي ورهاڱي کان پوءِ 1948ع ۾ فسادن سبب سنڌ مان لڏي ماڻهن سان گڏ بمبئي هلي وئي. ڀهرين ڪلا گرلس هاءِ اسڪول بمبئيءَ ۾ پڙهي. ان بعد هاءِ اسڪول فار سنڌيز بمبئيءَ مان 1957ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪيائين. ڀڳونتي ناواڻيءَ وارا ڀاءُ ۾ ٽي ڀائر ۽ ٽي ڀينرون هيون ۽ ڀڳونتي ڀائرن ۽ ڀينرن ۾ ٽيون نمبر هئي. ڀڳونتيءَ کي ڳائڻ جو شوق ننڍي هوندي کان ئي هو. ان وقت سندن گهر ۾ ريڊيو نه هوندو هو پر سندن گهر جي ڀرسان هڪ گهر ۾ ريڊيو هو ۽ جڏهن به ريڊيو تي ڪو گيت ٻڌندي هئي ته يڪدم ٻڌڻ جي شوق ۾ ڊوڙ پائي ان گهر ۾ ويندي هئي. ان کان سواءِ اسڪول ۾ جيڪي بيت ۽ نظم پڙهيا ويندا هئا. اهي هر وقت گهر ۾ وڏي آواز سان ڳائيندي رهندي هئي. سمورو وقت گهر ۾ ڳائڻ سبب ماءُ جا دڙڪا ۽ ڳالهائڻ به سهڻا پوندا هئس. هن سنگيت جي باقاعدي ڪنهن استاد کان تعليم نه ورتي پر سنگيت اسڪولن ۾ تعليم ورتائين. سال ڪن ديوڌر ميوزڪ اسڪول بمبئيءَ ۾ ۽ ٻه سال ڪن نکل گهوش ميوزڪ اسڪول



بمبئيءَ ۾ به تعليم حاصل ڪيائين. عملي سکيا Indian Peoples Theater Association / IPTA مان ورتائين. ان وقت ننڍي کنڊ جو وڏو ڪهاڻيڪار خواجه احمد عباس ان اسڪول جو صدر هوندو هو. ان کان سواءِ بمبئي پورٽ ڪوارٽر ۾ به وقت بوقت سنڌي، مراٺي، گجراتي، هندي ۽ اردوءَ ۾ ڳائيندي هئي. ان وقت سنجيو ڪمار، بلراج ساهني ۽ اي. ڪي. هنگل به ان ۾ حصو وٺندا هئا. اهو 68-1967ع جو زمانو هو. ڪڏهن ڪڏهن لتا منگيشڪر به ساڻن شريڪ ٿيندي هئي. ميوزڪ ڊائريڪٽر سنيل چوڌري انهن پروگرامن جي هدايت ڏيندو هو.

ڀڳونتي ناواڻيءَ ڊرامن ۾ آرٽسٽ طور به ڪم ڪيو. سندس ڀاءُ ايشور ۽ ننڍ به ساڻس اسٽيج ڊرامن ۾ ڪم ڪندا هئا. ايشور ته ان وقت بهترين آرٽسٽ ليکبو هو. ڀڳونتيءَ شيڪسپيئر جي مشهور ڊرامي "آٿيلو" (سنڌي) ۾ ڪم ڪيو ۽ آل انڊيا مقابلي ۾ پهريون انعام حاصل ڪيو. ان کان سواءِ هڪ سنڌي فلم "سنڌوءَ جي ڪناري" ۾ هيروئن جو رول ادا ڪيائين. ان فلم ۾ سنڌيت جو پرچار ڪيو ويو هو. اها سندس پهرين ۽ آخري فلم ثابت ٿي. ان بعد مشهور ميوزڪ ڊائريڪٽر هيمنت ڪمار هن کي هڪ هندي فلم ۾ ڪم ڪرڻ جي آڇ ڪئي. پر هن اها آڇ قبول نه ڪئي. ڀڳونتيءَ پهريون پروگرام گوبند مالهيءَ جي قائم ڪيل "سنڌي ڪلاڪار منڊل" ۾ ڏنو. ابتدا ۾ هنديءَ ۾ ڳائيندي هئي. بنگالي فلم ڊائريڪٽر رتوڪ گهٽڪ هڪ دفعو گوبند مالهيءَ کان شاهه ۽ سچل جو فلسفو ٻڌڻ کان پوءِ هن کي اتساهه ڏياريو ته هندي فلم لائين ۽ سنگيت سان جڙيل رهڻ ڪري ممڪن آهي ته گوبند مالهي وڏو فلم ڊائريڪٽر ۽ ڀڳونتي ناواڻي به ڀلي ٻشڪ سنگر ثابت ٿئي. پر شاهه ۽ سچل جو ڇا ٿيندو؟ ڇا اهو ممڪن نه آهي ته هن چوڪريءَ معرفت سنڌ کان لڏي آيل ۽ هندوستان ۾ ٽڙيل پکڙيل سنڌي ۽ سندن نئون نسل سنڌ ۽ شاهه کي سڃاڻي وٺن ۽ پنهنجي "سنڌيت" کي قائم رکن. انهيءَ کان پوءِ ڀڳونتيءَ ۽ مالهيءَ پنهنجي پنهنجو ڌيان صرف ئي صرف سنڌي سنگيت کي ڏنو. جيڪو آخر تائين قائم رهيو. شاهه، سچل، سرمست، گوردن ڀارتي، هوندراج 'دکايل'، پريو 'وفا'، واسديو نرمل، ڪرشن راهي، نارائڻ شيام، شيخ اياز، موتي پرڪاش ۽ ٻين جي شاعري کي ڳايائين. هن جا ڳايل ڪرشن راهيءَ جا "سنڌ ۽ سنڌي" ڏوهيڙا/بيت ايترو ته مقبول ٿيا، جو هر هنڌ کيس انهن جي ڳائڻ جي فرمائش ڪئي ويندي هئي. هن جي پرسوز آواز ۾ وطن سنڌ جي محبت ۽ سڪ موجود هئي.

ڀڳونتي ناواڻيءَ سوين گيت، ڪلام، لاڏا، ڀڄن، مزاحيه گيت رڪارڊ ڪرايا. جن ۾ ريڊيو تي ڳايل، هز ماسٽر وائس، ايڇ ايم وي، لانگ پلي رڪارڊ ۽ ڪيسٽون شامل آهن. هن کي شاهه جو ڪلام "ٿي ڪا ماءُ سوڻن جي، پينگهي ۾ لولي ڏنا" ڏاڍو پسند هو ۽ اڪثر بي ساخته جهونگاريندي رهندي هئي. ڀڳونتي هند ۽ سنڌ ۾ هڪ جيتري مقبول هئي. آل انڊيا ريڊيو معرفت کيس هند ۽ سنڌ مان وڏي تعداد ۾ خط ايندا هئا. هن ذري گهٽ سڄي هندستان ۾ فن جو مظاهرو ڪيو. جوڌپور (راجستان) کان گوهاٽيءَ (آسام) تائين ۽ دهليءَ کان بنگلور تائين جنهن به شهر يا وستيءَ ۾ سنڌين جا پنج گهر به هئا، ته ڀڳونتي ۽ سندس ڪلاڪار منڊل کي دعوت ڏئي گهرايو ويندو هو. هوءَ دبئي، هانگ ڪانگ، سنگاپور، ٽوڪيو، جڪارتا، منيلا، تائيپي (فارموسا) ۽ لنڊن ۾ رهندڙ سنڌين جي دعوت تي ڪيترا ڀيرا اتي فن جي مظاهري لاءِ وئي. جنم ڀومي سنڌ مان به کيس ڪيتريون دعوتون مليون، پر ويزا نه ملڻ سبب نه اچي سگهي. هن کي ڀٽ شاهه، دراز، نصرپور،

شڏائي دربار، سيوهڻ، ٺٽي، لاڙ ۾ ٿي وڃي ڳائڻ جي ڏاڍي سڪ هئي. ان کان سواءِ ڪراچي، حيدرآباد، سکر، سانگهڙ ۽ ٻين شهرن کي ڏسڻ جو به ڏاڍو چاهه هئس. هن جا پسنديده سنگيتڪار: بلو سي راڻي، سي ارجن ۽ سي لڪميچند هئا. سندس گيتن جي اڪثر ڪمپوزيشن ميوزڪ سي لڪميچند ڏني آهي. جيڪو پاڻ به سٺو ڳائڪ هو. هن پنهنجي ساٿي گوبند مالهي، سان گڏ هند ۾ سنگيت ۽ ڊرامن ذريعي سنڌيت جو وڏو پرچار ڪيو. هن گوبند مالهي، جي صلاح تي سنڌي ڪلامن کي جديد طرز تي دسڪو ۾ به ڳايو. "پيرين پوندي سان، چوندي سان" شاهه جو ڪلام هن جو هر هر ٻڌڻ جهڙو هو. هن لاڳيتو پنج پنج ڪلاڪ به ڳايو هوءِ ڀيرين سنڌي ڳائيندي هئي. جنهن ڪافي مخالفتن کي برداشت ڪري سنگيت کي بچائڻ جا جتن ڪيا ۽ ڪاميابي حاصل ڪيائين. هن جي پسنديده شخصيت گوبند مالهي هو. هوءِ چوندي هئي ته مٿس گوبند مالهي، جي مهر ۽ ڇايا نه هجي ها ته هوءِ ڪامياب فنڪاره نه ٿي سگهي ها. ڀڳونتي ناواڻيءَ، گوبند مالهي، جي رهبري، ۽ هدايت ۾ سنڌيت جي عيوضي طور هند ۽ دنيا ۾ پاڻ ملهايو. سنڌيت جو شان اوچو رکيو. ڀڳونتي ناواڻيءَ جو امر آواز سنڌي نرتڪي اڀيلا سندر جي سنڌي نرتيه شلي "سنڌيت جي سرهاڻ" ۾ به موجود آهي. ڀڳونتيءَ سڄي عمر شادي نه ڪئي ۽ چوندي هئي ته هن آرٽ ۽ موسيقيءَ سان شادي ڪري ڇڏي آهي. هوءِ هندستان جي ڀيرين صف جي ڳائڪن ۾ شمار ٿيندي هئي. ڪجهه عرصي لاءِ بمبئيءَ ۾ اعزازي طرح اسپيشل ايگزيڪيوٽو مئجسٽريٽ به رهي. ۾ هن جي من جو لڳاءُ سنڌي موسيقيءَ سان ساهه جي آخري تند ٽٽڻ تائين قائم رهيو. سنڌ جي هيءَ بي بها نياڻي 46 سالن جي ڄمار ۾ 22 آڪٽوبر 1986ع تي سنڌي سنگيت کي ڇورو ڇنو ڪري وئي.

**پڳڙو**: ڳاڙهي نارنگي رنگ جو رنگيل ڪپڙو. ڳيڙو رنگ جو ڪپڙو. 'پڳڙو' ويس گهڻو ڪري سامي وڪيندا آهن. جڏهن ته حضرت سچل سرمست جا فقير/مريد به نارنگي رنگ جو ڳيڙو ويس پهريندا آهن.

**پڳيٽا**: ضلعي دادو جي تعلقي خيرپورناٿن شاهه ۾ هڪ ديهه جو نالو. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڀيا طالب ٻليپوٽو، خان پتي، گهنور خان رند، غلام قادر لغاري ۽ بابو محسن.

**پَلُ**: ڪاري ۾ نديءَ جي چوڙ وارا وهڪرا به "درياهه" سڏبا آهن ۽ انهن جي اڇليل رُو کي "پَلُ" چوندا آهن. اهو ميرپورساڪري ۽ گهوڙاٻاري، طرف جو خاص لفظ آهي. 2000ع ۾ واهن ۾ "پَلُ صفائي" جي مهم هلي. اهو پَلُ لفظ ساڳيو "رُو" آهي. جيڪو ڪاري طرف "پَلُ" سڏجي ٿو. عام طرح چوندا آهن ته هن سال درياهه پَلُ ڇڏيو ۽ پلي آبادي ٿي. اڳي جڏهن سانوڻ (جولاءِ-آگسٽ) ۾ درياهه پرپور وهندو هو. تڏهن سمنڊ ۾ چوڙ وارا ڦاٽ، آڏو وير چڙهڻ سبب، اٿلي پاسي واري زمين ٻوڙي پَلُ ڇڏيندا هئا ۽ اُن زمين تي هزارين مڻ ساريون ٿينديون هيون.

**پَلُ**: (Water Lily (Nymphaea Lotus)): نيلوفر جو هڪ قسم آهي، جنهن کي انگريزيءَ ۾ Water Lily چئجي ٿو."لاڙ" يا سنڌ جي جدا جدا خطن ۾ ان کي "ڪوئي" چوندا آهن. هي پاڻي جو مشهور ٻوٽو آهي. جيڪو ڍنڍن ۽ تلائن ۾ ٿيندو آهي. هن ٻوٽي جي چوٽي پاڻيءَ جي سطح کان مٿي ٻيهندي آهي. واهوندن ۾. هن ول ۾ گل ٿيندا آهن. ڪوئيءَ جي هر ڪَنر ۾ هڪ گل ٿيندو آهي. جيڪو "ڪنول" جو گل سڏبو آهي. گل کان پوءِ ڦر ٿيندو آهي. جنهن کي "ڦلر" سڏبو آهي "ڦلر" ۾ ٻج ٿيندو آهي. جنهن کي "نابو" چوندا آهن. نابو ڪچو هوندو آهي ته ڦلر کي کولي نابو ڪڍي کائبو آهي. ڦلر پڪو ٻج ڪندو ته ان کي ڪوئي، مان پٽي سڪائيندا آهن. نابو، جانورن وانگر پٽ رڌي کائبو آهي. ڪوئي ۽ ڳڙ جيان ڪچي



کائبي آهي. ڪوئيءَ جي پاڙ ۾ لوڙهه ٿيندو آهي. ڪوئي، جا به قسم آهن: هڪ ڪوئي ۽ ٻي ڳيلي. لاڙ ۾ ڪوئيءَ جا ٻه قسم ٿين: هڪڙي مٺال ڪوئي، جنهن ۾ نابو گلابي رنگ جو ٿيندو آهي. ان جي ذائقي ۾ جوهر جو سواد ٿيندو آهي. ٻي ڪڙال ڪوئي، جنهن ۾ اڇي ڪاري رنگ جو نابو ٿيندو آهي ۽ ان جو سواد ڪسارو ٿيندو آهي.

**ڀلا ڀُونءِ نہ وسرن (ڪتاب)**: سنڌ جي سماجي ۽ سياسي شخصيت سيد امداد محمد شاهه جي خدمتن ۽ سياسي خدمتن تي نوجوان شاعر ۽ اديب مالڪ ملاح جو ترتيب ڏنل 88 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب محرابپور سڪرنڊ تڪ مان چونڊيل صوبائي اسيمبلي، جي ميمبر سيد غلام مصطفيٰ شاهه، 2005ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪتاب جي ارپنا سائين امداد محمد شاهه جي آئيڊيل شخصيت، شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي نالي ڪيل آهي. ڪتاب ۾ اعجاز منگي، جاويد قاضي، ذوالفقار هاليپوٽي، عبدالحڪيم ارشد، سيد بشير احمد شاهه، سيد جلال محمود شاهه، ڊاڪٽر علي احمد رند، علي نواز بٽ، مير محمد پيرزادي، سيد زين شاهه، غياث حيدر، عبدالخالق جونيجي، ڊاڪٽر مير عالم مري، مسرارشاد سعيد، همسفر گاڏهي ۽ مالڪ ملاح جا تاثر، تاثراتي مضمون ۽ اخباري ڪالم شامل آهن. جن ۾ سيد امداد محمد شاهه جي شخصيت، سياست، سماجي ۽ قومي خدمتن جو جائزو ورتو ويو آهي.

**ڀلارو ڀٽائي (ڪتاب)**: هيءُ ڪتاب، پيرمحمد "پياسي" ساڪرائيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جو ڪچو جلد آهي. جنهن ۾ 64 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو آهي. ڇاپو پهريون، ادارهِ فروغ ادب، وفائي پرنٽنگ پريس، ڪراچيءَ مان سال 1965ع ۾ ڇپايو.




**ڀلارو پٽ ڏٺي (ڪتاب)**: هن ڪتاب جو ليکڪ سنڌ جي نالي وارو شاعر ۽ اديب پروفيسر ڊاڪٽر بشير احمد "شاد" آهي. هن ڪتاب ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي فڪر، شاعري ۽ پيغام تي سنڌ جي 20 ناميارن اسڪالرن جا شاهڪار مقالا سهيڙيا ويا آهن. جن ۾ علامه دائود پوٽو، جناب اي. ڪي بروهي، ايڇ. ٽي. سورلي،

مولانا دين محمد وفائي، ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل، محترم عثمان علي انصاري، پير علي محمد راشدي، مخدوم امير احمد، عبدالڪريم لغاري، سيد سردار علي شاهه، ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو، ڊاڪٽر عطا محمد حامي، سيد حسام الدين راشدي، پروفيسر لطف الله بدوي، حافظ احسن چنا، احمد خان آصف، رشيد احمد لاشاري، مير شفيع احمد علوي ۽ احسان بدويءَ جا نالا شامل آهن. هي ڪتاب مهراڻ اڪيڊميءَ پاران 2001ع ۾ ڇپايو ويو آهي. 172 صفحن تي مشتمل ڪچي جلد ۽ ڊيمي سائيز جي ڪتاب جي قيمت 40 رپيا آهي.

**پلاري پوڻ ۽** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب 'پرل ايس بڪ' جي ڪتاب جو سنڌي ترجمو آهي. ان ترجمي جو ڪجهه حصو رشيد ڀٽيءَ ڪيو هو، باقي رهيل حصي جو ترجمو ڪلال خاصخيليءَ ڪيو آهي. هو ڪتاب انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ، ڄامشوري طرفان 1995ع ۾ ڇپيو. ڊيمي سائيز ۾ چار رنگي ٽائيٽل سان ڇپيل 290 صفحن واري هن ڪتاب جي قيمت 150 رپيا ڄاڻايل آهي.

**پلاوٽو**: واپاري اصطلاح ۾، اهو شخص، جيڪو ڪجهه سيڪڙو ڪميشن وٺي خريدار ۽ وڪڻندڙ جي وچ ۾ سودو طئي ڪرائي. اها رقم، جيڪا ڪميشن طور پلاوٽي کي ملي، ان کي "پلاوٽ" چئبو آهي.

**پلسرو**: پلي پوک، پلو فصل، زمين جو اهو ٽڪرو، جنهن تي جهجها مينهن پون ۽ سڀ آبادي ٿئي. سڀي ربيع وارو ۽ آباد زمين جو ٽڪر يا آباد جوءِ.

**پلوءَ**: يحييٰ بن خالق برمڪيءَ، سنڌ مان جيڪي عالم ۽ حڪيم بغداد ۾ گهرايا هئا، تن مان هڪ پلوءَ نالي ويد (حڪيم) به هو. ڪيس بهرين بغداد جي دارالترجما ۾ هندي ڪتابن جي ترجمي لاءِ مقرر ڪيو ويو. پر پوءِ هن اتي مستقل رهائش اختيار ڪري، حڪمت توڙي ترجمي ۾ ڪمال شهرت حاصل ڪئي. پلو حڪيم سنڌي، سنسڪرت، عربي ۽ فارسيءَ جو ماهر هو.

**پلو تٿي**: ٻانٺيءَ جي گاهه جو هڪ قسم، پهڻ مثل ٻانٺيءَ جي وڻ. پيرن جا پن پهڻ جي پٺن کان ننڍا ٿيندا آهن.

**پلو سڳورو/ پلو سونهارو**: قرآن شريف کي سنڌي ماڻهو احترام مان "پلو سڳورو" يا "پلو سونهارو" چوندا آهن.

**پلو ڳاهو**: پلو ڳاهو پٽ گلو ڳاهو حر فقير هو جيڪو 1896ع واريءَ بي حر تحريڪ ۾ "ٻهروتين" جي ٽوليءَ ۾ شامل هو. هيءُ ڳوٺ موهن، تعلقي خيرپور جو رهاڪو هو "مکي" (ڍنڍ پيلي) وٽ غلام محمد جي ڳهٽ جي پرپان "ٽڪنبي" (ٽڪندي) وٽ پنهنجن ٻن ساٿين مصري ڳاهي ۽ عثمان هنگوري سان گڏ ميدان ۾ آيو. "ٻچو" (ڏسو: ٻچو بادشاهه) جي سهري 'ڏينوءَ' کي انگريزي عملدار ليوڪس وٽ موڪليو ته هاڻي اچي مقابلو ڪر. ليوڪس آيو ۽ مقابلو ٿيو. جنهن ۾ ٽيئي ڄڻا (مصري ڳاهي، عثمان هنگورو ۽ پلو) ليوڪس سان وڙهندي مارجي ويا. فقيرن کي پير سائين پاڳاري جو حڪم هو ته انگريز سرڪار وٽ زنده پيش ٿيو يا وڙهي سر ڏيو ۽ هنن تنهي پيش پوڻ کان وڙهي مرڻ کي بهتر سمجهيو.

**پلي**: هيٺ لڙيل سڱن واري مينهن. ڦلاڙي مينهن. هڪ سڱي يا لاڻين مينهن، يا ٻڪري.

**پلي پار تان پيرو** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌ جي ناميارو ليکڪ الطاف شيخ جو لکيل آهي. هي ڪتاب حج ۽ عمري جي پسمنظر ۾ لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ سفر بابت مختلف شين جي ڄاڻ سان گڏ حج ۽ عمري جا طريقا ۽ انهن جون دعائون، ڪعبة الله ۽ مسجد نبوي جو تفصيلي احوال، مکي ۽ مديني جي زيارتن جو احوال، سفر دوران رڌ پچاءُ ۽ رهائش جو ذڪر ٿيل آهي. هن ڪتاب ۾ رنگين تصويرون پڻ ڏنيون ويون آهن جيڪي منيٰ، عرفات، تاريخي




مسجدن ۽ ٻين زيارتن جون آهن. هي ڪتاب حج ۽ عمري جي سفر جو بهترين سونهون (Guide) آهي. سفر ۽ اتي جي عبادات بابت ڄاڻ ۽ معلومات جي خيال کان الطاف شيخ جو هي ڪتاب گهڻو ڪارائتو آهي. هي ڪتاب روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو شايع ڪرايو آهي. جنهن جو پهريون ڇاپو 2000ع ۽ ٻيو ڇاپو 2005ع ۾ شايع ٿيو. پڪي جلد سان 376 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 200 رپيا آهي.

**پليڏنو آباد**: ضلعي ۽ تعلقي جيڪب آباد ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: ڳولو عرف ٽوبر، مومن خان خلجي، تيراڻي عرف غلام علي سولنگي، پليڏنو آباد، رسول بخش سيلرو ۽ ٻوهڙ.

**پليڏنو ڪاڪا**: ضلعي مٽياري، تعلقي هالا جي ديهه "پينگهرو جاگير" ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو جنهن جي آبادي هزارن ۾ آهي. هتي پرائمري، مڊل اسڪول، بجليءَ ۽ پڪي رستي جون سهولتون موجود آهن. مشهور سماجي ۽ قومي ڪارڪن، شاعر، سنڌي ادبي سنگت ضلعي حيدرآباد جو اڳوڻو ضلعي رابطه سيڪريٽري ۽ استاد مولا بخش ڪاڪا (مرحوم) پڻ هن ڳوٺ جو رهواسي هو.

**پليڏنو ڪٽي**: پليڏنو ڪٽي اجرڪ جو پلوڙ ڪاريگريءَ گذريو آهي. هي ٽڪر ضلعي ٽنڊي محمد خان ۾ جاتي ٽڪر ۾ سنڌس اجرڪن جو ڪارخانو هو ورهاڱي کانپوءِ ٽڪر مان لڏي ٽنڊي محمد خان ۾ اچي ويٺو. اتي به اجرڪ جو ڪارخانو قائم ڪيائين جنهن ۾ ڪيترائي ڪاريگر ڪم ڪندا هئا. کيس سنڌس هنر جي مڃتا طور صدارتي حسن ڪارڪردگي ايوارڊ پڻ مليو. ٽنڊي محمد خان ۾ ئي لاڏاڻو ڪيائين.

**پلي ولايت** (ڪتاب): هيءَ ڪتابڙو محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي هڪ افساني تي مشتمل آهي. هن ڪرائون سائيز ۽ ڪچي جلد واري ڪتاب ۾ 16 صفحا آهن ۽ قيمت 8 آنا آهي. ڇاپو پهريون. اسلاميه دارالاشاعت، اسلاميه پريس، حيدرآباد مان ڇپيو. هن افساني ۾ هڪ اهڙي زميندار جو ذڪر آهي. جيڪو ورهاڱي کان پوءِ هندن جي ڇڏيل زمينن تي قبضو ڪري، ان جي ناجائز ڪمائيءَ مان حج ۽ خيراتون ڪرڻ سان گڏ عياشيون ڪري ٿو. زمين جا مالڪ هندو ۾ آسائتا ٿيڻ بعد واپس زمين جي سار لهڻ لاءِ اچن ٿا ته وڏيرو دماغي توازن وڃائي ويهي ٿو.

**پمرو/ پوڻو**: هن جيت کي پنؤر به چون. جيڪو ڪاري رنگ جو ٿيندو آهي. ڪاٺين ۾ ٽنگ ڪري رهندو آهي. وڻن جي گلن تي ڦيرا پائيندو آهي. (وڌيڪ ڏسو: پوڻو)

**پن**: مهاڻن وٽ مڇيءَ جي شڪار ڪرڻ جا ڪيترائي طريقا آهن. جن ۾ پٺي، چٽ، ڪڙهي، ڄارو، ٿنب ۽ اوجهڻ وغيره مشهور آهن. پر پن جي شڪار ڪرڻ واري طريقي مان معلوم ٿئي ٿو ته هي شڪاري زماني جو يادگار طريقو آهي. جڏهن انسان گڏيل طريقي سان شڪار ڪري زندگي گذاريندو هو ان وقت گهڻي ڀاڱي دنيا ۾ مائيتو نظام هو هن وقت پين هندن تي به سنڌ ۾ مڇي مارڻ جو هي طريقو ڪنهن قدر هلي ٿو پر منڇر تي ان جو رواج عام آهي. هن شڪار ۾ عام قسم جو ڄار استعمال ٿيندو



آهي. جيڪو پاڻيءَ ۾ ڪاٺيون ڪوڙي ڦيرايو ويندو آهي. اهو پري کان اڻ سڌو گول ٿي بيهندو آهي. صرف هڪ پاسي کان کليل هوندو آهي ته جيئن مڇي ان کليل پاسي کان پڻ ۾ ڪاهي. چار صفا تري کان پاڻيءَ جي سطح کان به ٿي فوٽ مٿي بند ٿيل هوندو آهي ته جيئن ٽپا ڏيندڙ مڇي نڪري نه سگهي. ڏهاڪو کن ٻيڙين ۾ مرد، عورتون ۽ ٻار چڙهي اوسي پاسي کان وڏا وڏا آواز ڪندا آهن. آوازن سان گڏ ٿالهيون، ڪنجهيون، وٽا ۽ ٻيا هٿ سان وڄائڻ وارا ٿانو ٽپا وڄائي وڏو آواز پيدا ڪندا آهن ۽ پنهنجو آواز "ها-ها-هو-هو-هو-هو" وغيره به ٿانون جي آوازن ۾ شامل ڪري مڇيءَ کي تاهه ڏيندا آهن. مڇي پڻ جي چڙيل "گهٽي" ۾ اندر ويندي آهي ۽ پوءِ اوچتو سيٽي ماڻهو پڻ جي چڙيل گهٽي وٽ پاڻيءَ ۾ لهي هٿن سان مڇي وٺندا آهن. جيڪا چار جي پاسن کان ڍنل حالت ۾ بيٺل هوندي آهي. ڪن حالتن ۾ ڪي خاص قسم جون مڇيون وغيره چار کي ڏڪ هڻندي وڏيڪ ڦاسي پونديون آهن. چار جي تري ۾ گوڙين ۾ به، جن کي "گهجا" چون. مڇي ڦاسندي آهي. اُهي جهول وانگر ٺاهيل هوندي آهي. پڻ چار نه آهي ۾ انهيءَ سڄي شڪار جي طريقي ۽ ماڻداڻ کي "پڻ" چوندا آهن. اصل ۾ هي شڪار ڏسڻ جي شيءِ آهي. جنهن ۾ اندازو ٿيندو ته شڪاري دور ۾ ماڻهو ڪيئن گڏيل نموني شڪار ڪندا هئا. هن شڪار جي طريقي سان هڪ ئي وقت ڪي ٿيهه-چاليهه مڻ مڇي مري سگهندي هئي. موجوده وقت پاڻيءَ جي گهٽتائي سبب منڇر يا درياهه ۾ پڻ جو شڪار ڪونه ٿو ٿئي.

**پنيا:** ضلعي دادو جي تعلقي سيوهڻ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺ ڄاڻايل ڇهه ڳوٺ شامل آهن: 'پنيا'، 'راڏڻ'، 'ويهڙ'، 'عثمان راهه پوٽو'، 'ڄت' ۽ 'ٿنڊيون مناهيون'.

**پنياڻي، ناراڻداس ميوارام:** پروفيسر ناراڻداس ميوارام پنياڻي، ساهتي خطي جو رهاڪو سنڌي ٻوليءَ جو اوائلي خدمتگار هو. هن بمبئي يونيورسٽيءَ مان انگريزي ادب ۾ ايم. اي ڪئي. بعد ۾ ڊي. جي. ڪاليج ڪراچيءَ ۾ انگريزيءَ جو پروفيسر مقرر ٿيو. سنڌي ادب ۽ سنڌي زبان سان خاص محبت هئس. پنياڻي صاحب ڪيترائي ترجما ڪيا ۽ اصلوڪا ناول به لکيا. هن جي اصطلاحن ۽ ٻهاڪن واري زبان سنڌي نثر جي عبارت ۾ انقلاب آندو. پروفيسر صاحب جا ناول گهرو زندگيءَ جو عڪس پيش ڪن ٿا. سندس ناولن جو خاص مقصد ٿي اهو هو ته سماج مان اڻنگين رسمن کي ختم ڪرائجي. هن سنڌي ادب کي جديد رنگ سان سينگارڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي. هي سنڌي ادب جي ترقيءَ جو دور هو. خاص ڪري نثر نويسيءَ جي واڌاري لاءِ هن دور ۾ چيتلمل پرسرام، لالچند امرڏني مل، خانچند دريانيءَ جهڙا بزرگ به موجود هئا. پنياڻي صاحب جي تصنيفن جا ڪجهه نالا هن ريت آهن: (1) پاپ ۽ پاڪيزگي (ٿامس هارڊي جي ناول جو ترجمو-1940ع)، (2) مالهڻ (ناول-1942ع)، (3) وڏڙا (ناول-1943ع)، (4) شاهه جون سورميون، (1944ع)، (5) ادبي گلشن (باگر پهريون ۽ ٻيو 1944-45ع)، (6) غريبن جو ورثو (ناول: 1946ع)، ورهاڱي کان پوءِ پنياڻي صاحب هندستان هجرت ڪري ويو جتي ئي ديهانت ڪيائين.

**پنيائي:** تعلقي دولت پور ۾ هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ يوسف ڪليار، باغ سنگراج، اسماعيل پنڊ، سعيد خان چانگ، ولي محمد پنڊ ۽ عثمان آباد نالي ڳوٺ شامل آهن.

**پنيرا:** ضلعي عمرڪوٽ جي تعلقي سامارو ۾ پنيرا نالي هڪ ديهه آهي. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

غلام حسين پنهور، حاجي غلام خان پنهل، غلام نبي ڪوسو، مقبول پنهور، احمد سيال، عبدالرحيم پنهور، بند ڪولهي، محمد رحيم ڪالرو ۽ الهداد پنهور.

سانگهڙ ضلعي جي تعلقي ٽنڊو آدم ۾ پڻ هن نالي سان هڪ ديهه موجود آهي. جنهن ۾ 9 ڳوٺ شامل آهن.

**پنيرائي:** مزاري بلوچن جو هڪ قبيلو

**پنيرڪي جي پَنَ پَنَ** (ڪتاب): مشهور شاعره ۽ ليکڪا ريتا شهاڻيءَ جو هي اصلوڪو ناول، آگسٽ 1985ع ۾ ڪرنج پبليڪيشن، بمبئيءَ، پاران ڇپائي پڌرو ڪيو ويو. جنهن جي قيمت 15 رپيا آهي. هي ناول ريتا شهاڻيءَ جي پهرين نثري تصنيف آهي. جنهن ۾ عام انساني جيون جي رشتن ناتن ۾ آ ڄميل هڪ سڌي سنواٽي ۽ انوکي ڪهاڻي سمايل آهي. هڪ مسافر منزل ... جي تلاش ۾ پنهنجو سڀڪجهه تياڳڻ لاءِ تيار آهي. هي ڪرائون سائيز ۾ ڇپيل ناول 122 صفحن تي مشتمل آهي.

**پنهيرو/ پنيرا:** "سميجا" قبيلي (سمات) جو هڪ فرد، جنهن جو شجرو هيٺئين طرح ڄاڻايل آهي. پنهيرو پٽ آمر پٽ منهي پٽ پاٽو پٽ ڏيرو پٽ ٿيبو پٽ اڙ پٽ سمون پٽ راڻڌڻ پٽ ڪاڪو پٽ سمو پٽ اڙ پٽ لاکو پٽ لاکيار پٽ اوڙو پٽ اوڍار پٽ تيت پٽ نوتيار.

**پنهيرو، پيراڻو:** پيراڻو پنهيرو ضلعي سانگهڙ تعلقي کپري جو رهاڪو مشهور ڏاهو شخص ٿي گذريو آهي. پاڻ شاهه عبداللطيف جو همعصر هو. سنڌ جي سگهڙ ڪچهريءَ ۾ پيراڻي پنهيري جا بيت مشهور آهن. اهي ظاهري طرح مزاحيه لڳن ٿا. پر باطني معنيٰ نفس سان جنگ ۽ خدا پرستيءَ ڏانهن سمايل اٿن. پاڻ ذات جو پنهيرو هو. انڪري سندس بيتن تي نالو ئي پيراڻي پنهيري جابيت پئجي ويو.

**پنهور، عطا محمد:** تاليوارو محقق، اديب ۽ مترجم عطا محمد ولد محمد بخش پنهور پهرين فيبروري 1936ع تي ڳوٺ بچل پنهور، تعلقي سوڀيديرو (ضلعي خيرپورميرس) ۾ ڄائو. پرائمري تعليم ڳوٺ حمزي رڪڻائيءَ جي پرائمري اسڪول ۾ حاصل ڪيائين ۽ انگريزيءَ جا پهريان پنج درجا ان وقت جي اي.وي اسڪول هنگورجا ۾ پاس ڪيائين. جڏهن ته مئٽرڪ نئين ميرواهه جي هاءِ اسڪول مان پاس ڪري پوءِ خيرپور ميرس



جي ممتاز ڪاليج مان بي.اي جي ڊگري ورتائين. ايل.ايل.بي، جي تعليم لاءِ ايس.ايم لا ڪاليج ڪراچيءَ ۾ اچي پڙهيو. قانون جي ڊگري حاصل ڪري وڪالت جي شروعاتي مشق گمبٽ جي وڪيل هادي شيخ سان گڏ ڪيائين جڏهن ته نامياري وڪيل ۽ مشهور شاعر شيخ اياز سان گڏ هن 1970ع ڌاري ڇهه مهينا ۽ 1980ع ڌاري ٻن ڇهه مهينا وڪالت جي پريڪٽس ڪئي.

عطا محمد پنيري 1967ع ڌاري "هوشو" رسالو جاري ڪيو، جنهن بعد ڊي.پي. آر لاڳو ٿي. "هوشو" رسالي جو آخري پرچو 1974ع ۾ شايع ٿيو ۽ ٿورهي ئي عرصي ۾ پنيري صاحب جون ڪهاڻيون ۽ لکڻيون "هوشو" سميت ٻين رسالن ۾ ڇپجنديون رهيون. 1980ع ڌاري هن ايراني ٻاراڻي ادب جو هڪ ڪتاب ترجمو ڪيو ۽ اٿين انگريزي ۽ روسي ٻولين مان پڻ ٻاراڻي ادب جا بهترين ڪتاب ترجما ڪيائين. هن 1983ع ۽ 1986ع واري ايم آر ڊي تحريڪ جي شهيدن تي شاعري به تخليق ڪئي. 1989ع ڌاري عطا محمد پنيرو حيدرآباد ۾ اچي رهيو ۽ ساڳئي سال هن "هينري ڪزنس" جو ڪتاب "سنڌ جا قديم آثار" نالي ترجمو ڪيو ۽ اٿين هن ترجمي جي فن کي باقاعدي معمول بڻايو. هن وقت تائين هو هڪ سؤ کان وڌيڪ ڪتاب سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري چڪو آهي، جن مان ڪي مختلف ادارن وٽان ڇپيا ۽ ڪجهه اشاعت جا منتظر آهن. هن جاکوڙي شخص جا ترجمو ڪيل هيٺيان ڪتاب شايع ٿيا آهن: (1) پٽ جو شاهه، ايڇ. ٽي. سورلي (سنڌيڪا: 1992ع)، (2) سنڌو لکت ۽ ٻولي، ايس. آر. راءِ (سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو:1994ع)، (3) سنڌ جو مهراڻ ايڇ جي راورٽي (سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو:1995ع)، (4) سنڌو لکت جون بين القوامي لکتن سان لاڳاپو، جي. آر هنٽر (سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو: 1995ع)، (5) سنڌ ۾ قديم کنڊرن جي ڪوٽائي، اين جي. مجمدار (سنڌي ادبي بورڊ: 1997ع)، (6) سنڌوءَ جو سفر، اليگزينڊر برنس (سنڌيڪا:1998ع)، (7) سنڌ ۾ انگريزن جي حڪمت عملي، ڊاڪٽر ايمرين ٿيورتي (سنڌيڪا: 1998ع)، (8) سنڌو شينهن درياهه، جيش فيئرلي (سنڌيڪا: 1999ع)، (9) سنڌ بابت انگريزن جي حڪمت عملي، سي. ايل. مارِيوالا (سنڌ تحقيقي بورڊ: 1999ع)، (10) هرگوربلا جنگ، ايڇ. ٽي. لئمبرڪ (نيو فيلڊس پبليڪيشن: 2000ع)، (11) سنڌ جي تاريخ مؤرخن جي زباني، ايڇ. ايم. اليٽ (نيشنل بڪ فائونڊيشن اسلام آباد:2000ع)، (12) سڪندر جي ڪاهه، ايرين (روشني: 2000ع)، (13) سنڌ جي فتح، ليفٽيننٽ آئوٽرام (سنڌيڪا: 2001ع)، (14) سنڌوءَ جو موهه، جنرل سرجارج ميڪمين (سنڌ تحقيقي بورڊ: 2002ع)، (15) تاريخ جا سبق، ول ڊيورانٽ (روشني:2002ع)، (16) سنڌ جا قديم آثار، هينري ڪزنس (سنڌي ادبي بورڊ:2004ع)، (17) ٺٽي جا اسلامي درسگاهه، ڊاڪٽر احمد حسن داني (سنڌي ادبي بورڊ:2004ع)، (18) ٺٽي جا ڪاتب، محمد عبدالغفور (سنڌي ادبي بورڊ:2004ع)، (19) سنڌ جيڪا مون ڏٺي، ٽي. پوسٽنس (سنڌيڪا: 2005ع)، (20) سنڌوءَ ڪناري وساريل شهر، مائيڪل جينسن (سنڌيڪا: 2005ع)، (21) سنڌ ڏکوئيل ماٿري، رچرڊ برٽن (روشني پبليڪيشن: 2006ع)، (22) سنڌ هند جي قديم جاگرافي، ليگزينڊر ڪننگهام (سنڌي ادبي بورڊ:2007ع) وغيره.

**پنيرو، غلام عباس:** غلام عباس پنيرو ولد غلام حسين پنيرو 1947ع ۾ سوبي ديري تعلقي جي ڳوٺ ٻچل پنيري ۾ پيدا ٿيو. هن پرائمري تعليم، پرائمري اسڪول غلام حسين پنيري مان حاصل ڪئي. مئٽرڪ هاءِ اسڪول هنگورجا، انٽر عطا حسين شاهه موسوي ڪاليج رهڙيءَ ۽ بي. اي پاڪستان ڪاليج خيرپور مان ڪيائين. سندس تعلق زميندار گهراڻي سان آهي. هي هڪ قومي ڪارڪن رهيو آهي. سنڌ جي حقن متعلق لکڻ سبب ماضيءَ جي حڪومتن ۾ ڪيس جيل به موڪليو هو. هن 1960ع ۾ صحافت ۽ شاعري شروع ڪئي. غلام عباس پنيري ۽ سندس سؤٽ عطا محمد پنيري 1968ع ۾ پنيرا ادبي انجمن پاران رسالي "هوشو" پبليڪيشن جا چار شمارا "شهيدان سنڌ"، "جي ايم. سيد دي گريٽ"، "سنڌ يهودي ناٽيپ سازش جي گهيري ۾" ۽ "رڻ گجيو راڙو ٿيو" شايع ڪري وقت جي حڪومت ۾ ٿرٿلو مچائي ڇڏيو هو ۽ نتيجي طور ان پبليڪيشن تي حڪومت پابندي هڻي ڇڏي. هي سنڌ صحافي سنگت جو هڪ وقت مرڪزي صدر ۽ سنڌ ۾ ڪيترن صحافين جو استاد رهيو آهي. غلام عباس جي ڪهاڻي "سنڌ جا ڪردار ڳالهائن ٿا" ۽ سندس هڪ نظم "مان گهران ٿو ٻاڻي ڏي" کي وڏي پذيرائي ملي. ڪيترا نوجوان خيرپور جي تعليمي ادارن ۾ پڙهڻ دوران سندس اوطاق کي هاسٽل طور استعمال ڪندا رهيا آهن. کيس مختلف صحافتي، ادبي ۽ سماجي تنظيمن ۽ ادارن پاران ڪيترا مڃتا ايوارڊ، شيلڊون ۽ ميڊل مليل آهن.

**پنيرو، محمد عثمان** : عمرڪوٽ ضلعي جي مشهور عالم علامه محمد عثمان جي ڪُنيت "ابوالسعيد" ۽ تخلص "قراني" هو. هن جو تعلق پنيرا ذات سان هو ۽ پنهنجي وقت جو وڏو عالم ٿي گذريو آهي. سندس ولادت 27 صفرالمظفر 1294هه مطابق 1877ع ۾ ڳوٺ وينگاڻ پرڳڙي تعلقي جيمس آباد (ڪوٽ غلام محمد)، ضلعي ٿرپارڪر (هاڻي ميرپور خاص) ۾ ٿي. جڏهن ستن سالن جو ٿيو ته سندس والد کيس حاجي احمد شاهه وٽ قرآن پڙهڻ لاءِ ڇڏيو. فارسيءَ جي تعليم ميان محمد علي پنهاڻ (ڳوٺ سيد لاکي شاهه) وٽ ٿوري عرصي اندر حاصل ڪيائين. ميان محمد عليءَ کي شعر گوئي ۽ نظم سنجيءَ ۾ ڪمالي دسترس هئي. تنهنڪري سندس صحبت ۾ شعر گوئي ۽ نظم جوڙڻ ۾ وڏو ملڪو حاصل ڪيائين. فارسيءَ جي تعليم مان فارغ ٿيڻ کان پوءِ عربي تعليم مخدوم قاضي القضاة مولانا محمد متعلويءَ وٽ ٽنڊي مير غلام عليءَ ۾ ورتائين. صرف ۽ نحو شرح ملا جاميءَ تائين ۽ علم فقه ۾ "هدايه" پڙهيائين. علم منطق ۽ نحو مولانا خير محمد وٽ پڙهيائين. آخر دستاربندي ۽ سند تحصيل علم مولوي محمد متعلويءَ کان ورتائين. تحصيل علم کان فارغ ٿيڻ کان پوءِ 1315هه/1897ع ۾ پنهنجي ڳوٺ عمر پنيري لڳ اسٽيشن شادي پلي (تعلقي سامارو ضلعي ميرپور خاص) ۾ "مدرسه مجدديه" (پنيري) قائم ڪري، ٿر جهڙي پوئتي پيل علائقي ۾ خلق خدا کي تعليم ڏيڻ شروع ڪيائين. هن 15 رجب المرجب 1355هه/1936ع تي سومر جي ڏينهن وفات ڪئي. کيس سندس وصيت مطابق مدرسي جي احاطي ۾ دفن ڪيو ويو.

**پنيري:** هن نالي سان ٻه-ٽي ديهون موجود آهن: هڪڙي ديهه تعلقي هالا ۾ آهي، جنهن ۾ ڳوٺ 'پوٺو'، 'حمزو'، 'آبڙو' ۽ 'درگاهه فتح محمد شاهه' شامل آهن.

ٻي ديهه تعلقي ٽنڊي محمد خان ۾ آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'پنيرن جو ڳوٺ'، 'حاجي محمد سومر لغاري'، 'خدابخش ڪوسو'، 'رکيو جروار'، 'محمد سليمان لغاري' ۽ 'ولي محمد لغاري'.

ٿي ديه تعلقي نوشهري فيروز ۾ آهي. جنهن ۾ جان محمد ملي، قائم لاشاري، مهر خاصخيلي ۽ پونگر راجپر (شيخ محلا) نالي ڳوٺ شامل آهن.

**پنيريءَ جو پڙو:** هي پڙو تعلقي عمرڪوٽ جي ديهه ”ڪيرل“ ۾ آهي. هن پڙي تي اڳاٽي وقت ۾ پنيرا قبيلي جا ماڻهو رهندا هئا. هتي تنڊو قبرستان به آهي. جنهن کي ”پنيريءَ جو قبرستان“ سڏجي ٿو. هڪ روايت موجب هتي هڪ عورت، مائي پنيري نالي، وڏي ڄمار ماڻي فوت ٿي وئي، جنهن جي قبر به پڙي تي آهي.

**پنيريون:** ضلعي دادو جي تعلقي خيرپورناٿن شاهه ۾ هڪ ديهه جو نالو. جنهن ۾ هڪ ڳوٺ الهه اوبايو جيسر آباد آهي.

**پنيڪي:** تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**پنيڻا:** تعلقي ٽنڊي آدم جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن. خيرو ڪلوڙي، مينگهواڙ، خاصخيلي، حاجي ملوڪاڻي، مبارڪ علي ملوڪاڻي، حاجي شير خان بوزدار، پنيرا (بهرام بوزدار)، الهه ڏنو ملوڪاڻي ۽ ساتو پنهور.

**پنهو:** سميجا قبيلي جو هڪ فرد. جنهن جو شجرو هن طرح آهي: پنهو پٽ ڏيرو پٽ ٿيبو پٽ اڙ پٽ سمو پٽ راڻو پٽ ڪاڪو پٽ سمو پٽ اڙ پٽ لاکو پٽ لاکيار پٽ اوڙو پٽ اوڙار پٽ نيت پٽ نوتيار. پنهي کي اولاد ڪونه ٿيو.

- مرد جو نالو ”جام پنهو“، ”پنهو مل“ جنهن جي پويان هندن جو پاڙو ”پنهاڻي“ مشهور آهي.

**پنهو ديرو:** تعلقي ڪنگري ۾ هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ شيخ ڳوٺ، ڪيلي مير محمد گهمرو ۽ اڏل گهمرو نالي ڳوٺ شامل آهن.

**پنهور:** جيئن وجي ٿو ته پنهور جو اصل نالو ٻن ٻهار يا ون وهار (Van Vihar) يا پن پور (سورج جو شهر) هو ۽ اتان سنڌ جي هن قديم شهر جو مقامي سنڌي نالو ”پنهور“ مشهور ٿيو. تاريخ ۾ جڏهن به سنڌ جي رومانوي داستانن جو ذڪر ايندو ته ان ۾ پنهور جي سسئيءَ ۽ ان سان لاڳاپيل ”سسئي پنهون“ جو قصو ضرور اهميت سان بيان ڪيو ويندو ۽ ان ئي حوالي سان پنهور جو شهر اڄ به ياد ڪيو ٿو وڃي.



پنهور جا کنڊر

پنهور سنڌ جو اهم ۽ تاريخي شهر آهي. جيڪو هن وقت ميرپور ساڪري تعلقي جي آثار قديمه ۾ شمار ٿئي ٿو.

مير علي شير قانع ٺٽوي ”تحفة الڪرام“ ۾ چوي ٿو ته پنهور شهر پنهور راڄ آباد ڪيو هو ۽ هو ٿي اتي جو راجا هو. درياهه جي ڪناري تي هئڻ ڪري پنهور شهر اهميت اختيار ڪري ويو. جڏهن بنو اميه جي گورنرن جي نااهليءَ ڪري سنڌ ۾ راجائن بغاوت شروع ڪئي ته پنهور رياست جو راجا به انهن مان هڪ هو. 133 هجري (750ع) ۾ بنو اميه جو دور ختم ٿيو ۽ عباسي خلافت جي شروعات ٿي ته 133 هه (750ع) ۾ ٻهرين ٻهرين عربي فوج سنڌ ڏانهن اماڻي وئي. ٻين رياستن سميت سنڌ جو شهر پنهور به عباسي خلافت جي اثر هيٺ آيو. پر آهستي آهستي پنهور شهر اجڙڻ لڳو. تان جو خليفي هارون رشيد جي دور 171 هه/787ع ۾ هي شهر ڦٽي ويو.

پنهور هن وقت هڪ ٿڙ آهي. جنهن جي اجڙڻ بابت تاريخدانن ۽ جاگرافيدانن جا مختلف رايا آهن.

ڪتاب ”تحفة الڪرام“ مطابق هي شهر شيخ تراب جي دور ۾ ڦٽو هو ۽ ان جو ڪارڻ ’ڌرتي ڌٻڻ‘ چاتايو ويو آهي. جڏهن ته مير طاهر خيال ظاهر ڪيو آهي ته پنهور شهر درياهه جي سڪڻ سبب ڦٽو هو ۽ هتي جي ماڻهن ساڪري ۾ وڃي پڪا اڏيا هئا. پنهور جي ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي ايڏي آسودي نه سهي، ته به چڱي خاصي هئي. ڌوٻين جي گهاٽن ڪان هيءَ شهر مشهور هو. سسئي پنهون جي قصي ۾ پنهون جو واپار سانگي هت اچڻ ثابت ٿو ڪري ته پنهور وڏو واپاري مرڪز هو. پنهون جي هتي اچڻ ۽ سسئيءَ جي حسن جي هاڪ ٻڌڻ بعد پنهون جو سسئيءَ سان نينهن لڳو ۽ ان ناتي سان هيءَ شهر تاريخ ۾ امر ٿي ويو. 1052ع ڌاري سومرن سردارن



پنهور جو قلعو

ساموئيءَ جي سمن کي پاڻ سان شامل ڪري پنهور واري علائقي تي قبضو ڪيو. جنهن بعد ديبل ڪان سيوهڻ، بکر ۽ اچ فتح ڪندا وڃي ملتان تائين نڪتا.

ڪراچيءَ ڪان نئشنل هاءِ وي ذريعي نئي ڏانهن ويندي گهاري شهر وٽان، جيڪو نارٿ ويسٽرن ريلوي جي ڪراچي، ڪوٽڙي سيڪشن تي ڌابيجي ريلوي اسٽيشن پرسان رڻ پٽ جي وچ تي آهي. ساڻا تي ميل پري گهاري جي ڪاريءَ تي پهاڙي علائقي ۾، پنهور جا آثار موجود آهن. جيڪي 50 فوٽ اتاهين ٽڪريءَ تي آهن. جنهن کي ”سسئيءَ جو ٽڪر“ به سڏجي ٿو. هي سسئيءَ ۽ پنهون جي عشق جي سر زمين آهي. جن جي محبت جي ماجرا کان سنڌ ۽ دنيا جا ماڻهو گهڻو واقف آهن. گهڻن عالمن جو اهو خيال آهي ته گهاري جي ڪاريءَ متان نظر رکڻ واسطي پنهور، هڪ چيڪ پوسٽ هئي. هن ڏڙي مان ڪاشيءَ جا ٿانو ماڪيءَ جي مانارن جهڙا ٺڪر ۽ عرب حڪمرانن جا ٽامي جا ننڍڙا سڪا به مليا آهن. ٺڪر جي ٿانون / شين جو ذڪر مشهور آرڪيالاجسٽ هينري ڪزنس به ڪيو آهي. جنهن جو خيال هو ته ماڪيءَ جي مانارن جهڙا ٺڪر، سڪن ٺاهڻ جا سانچا هئا. پنهور جي کوٽائي وقت هيٺ ڪاهيون کوٽيون ويون ته جيئن پڪ ڪري سگهجي ته هي ماکيءَ جي مانارن جهڙا ٺڪر، مسلماني دور کان اڳ به هئا يا نه؟ پر سان جوڙيل جڳهيون هڪ دور جي آباديءَ سان تعلق رکن ٿيون. پٿر واري

ڀٽ جي پرسان ڪوٽيل هڪ ڳاهي، مان عرب دور سان لاڳاپيل ٽامي جا سڪا ۽ مليا هئا. هي شهر وسيع ايراضيءَ ۾ پکڙيل هئڻ ڪري محققن جي نگاهن جو مرڪز رهيو. پاڪستان جي قيام کان پوءِ هن ايراضيءَ جي کوٽائيءَ جو سلسلو شروع ٿيو. سچي ديلتا ۾ ڀنڀور جو قلعو اڪيلو قلعو آهي. جيڪو بکين سرن بدران پٿرن سان ناهيو ويو هو. ڪن تاريخدانن ڀنڀور کي "ديبل" به سڏيو آهي. سسئي پنهونءَ جي داستان جو ته ڀنڀور سان تعلق هو، پر حيرت جهڙي ڳالهه آهي ته تاريخ جي ڪنهن به ڪتاب ۾ ڀنڀور جو ڪنهن بئي حوالي سان ذڪر موجود ناهي.

سن 1930ع ڊاڪٽر اين جي مجمدار ۽ 1951ع ۾ هڪ يورپي ماهر ڀنڀور جون مختصر کوٽايون ڪرايون. ڀنڀور جي باقاعدي کوٽائيءَ جو ڪم مارچ-اپريل 1958ع ۾ قديم آثارن جي کاتي پاران ڊاڪٽر ايف. اي خان شروع ڪرايو ان کان پوءِ آڪٽوبر ۾ کوٽائي ٿي. جيڪا 1959ع تائين جاري رهي. کوٽائين مان اهو معلوم ٿيو ته هي شهر گهٽ ۾ گهٽ پهرين صدي ق.م کان پهرين صدي عيسويءَ ۾ سٿين ۽ ساسانين جي اثر هيٺ رهيو هو. هتان يوناني نموني جا ٿانوَ به مليا آهن. اهي آثار سطح زمين کان 25 فوٽ هيٺ مليا آهن. جڏهن ته مٿين سطح جي کوٽائيءَ مان ظاهر ٿيو آهي ته شهر ڪنهن اوچتي حملي، لٽ مار ۽ باهه ۾ سڙي تباهه ٿيو آهي. شهر تي ٻارهين يا تيرهين صدي عيسويءَ ۾ ڪنهن وڏي لشڪر جو حملو ڪيل ٿو ڀانئجي. ڇو ته شهر مان وڏي تعداد ۾ انساني جسم بي ترتيب صورتن ۾ گهرن ۽ رستن تان مليا آهن. جن مان ڪن کي تير لڳل هئا. هڪ اندازي موجب ڀنڀور جي تباهي، شاهه خوارزم هٿان ٿي هوندي. جنهن بابت تاريخ ۾ حوالا ملن ٿا. روايت آهي ته سنڌ تي حملي وقت ان زماني ۾ ديبل ۾ قرلت ڪري باهه ڏني وئي هئي ۽ ان سان گڏ بيا شهر به ساڳيءَ طرح ڦري ۽ ساڙي تباهه ڪيا ويا هئا. بهرحال ديبل اڃا به سوال جي نشاني بڻيل آهي. شهر جا آثار ڪاريءَ جي اتر ۾ آهن. ٺٽهنگري بندرگاهه وارو حصو ڏکڻ ۾ اٿس. بندرگاهه کان هڪ ڏاکڻ شهر ڏانهن وڃي ٿي. شهر جي اتر اوڀر ۾ وڏيءَ ڍنڍ جا نشان باقي آهن. قلعي کان ٻاهر اتر ۽ اوڀر طرف شهر جي پکيڙ نظر اچي ٿي. ڀنڀور جي اتر واري ديوار ۾ 12 برج آهن ۽ اوڀر طرف چار يا پنج. اولهه ۾ مورچن جو اندازو ڏهن کان مٿي ناهي. جڏهن ته ڏکڻ واري ور وڪڙ ديوار ۾ 15 کان 20 مورچا آهن. شهر واضح طور ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. هڪ مضبوط ديوار اتر کان ڏکڻ طرف تعمير ٿيل آهي. جنهن ۾ ڏهه يا ٻارهن مورچا آهن. اهڙيءَ طرح قلعو ٻن حصن ۾ ورهائجي ويو آهي. اوڀر واري حصي جي اهم دريافت ڪوفي طرز جي هڪ مسجد آهي. الهندي حصي مان شوَ جو مندر لڌو ويو آهي. انهن ٻن عبادت گهرن جي بنياد تي ماهرن خيال ڏيکاريو آهي ته ڀنڀور ۾ آباديءَ کي هندو مسلم بنياد تي جدا جدا رکيو ويو هو پر اها راءِ ڏيڻ کان اڳ ۾ اهو ضروري هو ته گهٽ ۾ گهٽ قلعي جي اندروني ڪنڊن جي مڪمل کوٽائي ڪئي وڃي ها. اها ڳالهه هندو مسلم ايڪتا طرف پڻ اشارو ڪري ٿي.

ڀنڀور جي کوٽائيءَ دوران تهذيب جي ٽن دورن جي آبادين جا آثار مليا آهن سڀ کان هيٺيون تهه پهرين صدي عيسويءَ جي سٿين ۽ پارٿين جو عهد، وچيون تهه هندو دور ۽ مٿيون تهه مان اسلامي دور جي باقيات دستياب ٿي آهي. عمارتن ۾ ساحلي قلعو آهي جنهن جي فصيل جي چار پيرا اڏاوت ۽ مرمت ٿي آهي. هن جا ٽي دروازا، بندرگاهه ۽ مسجد اهم آهن. مسجد ۾ (120x122 فوٽن ۾) ڪوفي جي مسجدن وانگر محراب ڪونهي. دستياب ٿيل ڪوفي خط جي 13 ڪتبن مان ٻن ۾ سن 109 هه ۽ 294 لکيل آهي.

مسلم باقيات ۾ واثق بالله، وليد بن عبدالملڪ، هشام بن عبدالملڪ، مامون الرشيد ۽ المعتمد بالله جي وفات جا سون ۽ چاندي جا سڪا، اموي ۽ عباسي دور جا مٽيءَ، چيني ۽ شيشي جا ٿانو، وٽ ۽ ٽورا، لوهه ۽ هڏن مان ٺهيل سامان شامل آهي. هيءَ وسندي 13 صدي عيسويءَ ۾ برباد ٿي ۽ ورِي آباد نه ٿي. آثار قديمه جي ماهرن موجب اها مسجد، ننڍي کنڊ جي سر زمين تي پهرين مسجد هئي. جيڪا ڪوفي ۽ واسط جي مسجدن جي طرز تعمير مطابق تيار ڪئي وئي هئي.



ڀنڀور جي ٻڙن جي کوٽائيءَ کان پوءِ نڪتل ٺڪرين تي اڪريل لکت، عربن کان اڳ، سنڌي ٻوليءَ جي رائج هجڻ جو پڪو ثبوت ڏئي ٿي. ان مان ثابت ٿيو ته سنڌ ۾ عربن جي اچڻ کان اڳ سنڌي ٻولي نه صرف ڳالهائي ويندي هئي، پر ڌار ڌار رسم الخطن ۾ لکي به ويندي هئي. عرب سياحن جي سفرنامن ۽ ڪرڇائن مان پتو پوي ٿو ته عرب حڪومت جي ابتدائي زماني ۾ ۽ ان کان اڳ سنڌي زبان عام ماڻهن جي روزمره واري ۽ واپار جي استعمال واري ٻولي هئي. جاحظ، ابن نديم ۽ البيروني، جهڙن سياحن ۽ تاريخدانن جي احوالن مان ثابت ٿيو آهي ته سنڌي زبان جا ڌار ڌار رسم الخط، عربن جي سنڌ ۾ اچڻ وقت، واپاري ۽ تجارتي استعمال هيٺ هئا. جڏهن ته مٿين عرب سياحن جي احوالن جي صداقت، ڀنڀور جي ڪنڊرن مان نڪتل ٺڪرين تي لکيل اکرن مان پڻ ملي ٿي. ڀنڀور جي کنڊرن جي کوٽائي، سنڌي ٻوليءَ جي اتهيءَ باب جي تحقيق ۾ ڪافي مددگار ثابت ٿي آهي. انهيءَ کوٽائيءَ مان لڌل ٺڪرين تي لکيل حرف، اٺين صدي عيسويءَ جي "اڳاٽي— ناگري" (Proto-Nagari) نموني جا آهن. آثار قديمه جي محڪمي طرفان، ڀنڀور جي باري ۾ شايع ڪيل هڪ خبرنامي ۾ ٽن ٺڪرين جون تصويرون ڏنيون ويون آهن. انهن مان صفحي نمبر 33 تي ڏنل تصويرن، 9، 10 ۽ 11 مان 9 ۽ 11 نمبر وارين ٺڪرين تي هڪ جهڙو رسم الخط، يعني "اڙد ناگري خط" لکيل آهي. وچين، تصوير، يعني ڏهين نمبر تصوير ۾ لکيل اکر "لوهاڻڪي يا لاڙي رسم الخط" ۾ آهن. لوهاڻڪو رسم الخط ٺٽي ۽ برهمڻ آباد جا لوهاڻا استعمال هيٺ آڻيندا هئا. جڏهن ته لاڙي خط، لاڙي بندر، فتح باغ، جوڻ، رڙي، بدين ۽ رهمڪي بازار جا عام ماڻهو ۽ واپاري ڪم آڻيندا هئا. رسم الخط جا اهي نمونا عرب سياحن جي بيانن کي صحيح ثابت ڪن ٿا.

مٿي ڄاڻايل وچين، ٺڪريءَ تي لکيل حرفن جي پڙهڻي "ٻجر هيدر" آهي. پهرين، ست ۾ "ٻجر" لکيل آهي. جڏهن ته ٻيءَ سٽ جي پڙهڻي "هيدر" آهي. "هيدر" لفظ جو هالوڪو اچار 'هيد' آهي. 'ٻجر هيد' هڪ پسارڪو ڪر آهي. جنهن تي ٻج ٻج ٿيندا آهن. جيڪا گسائي ڪنهن ڏک يا سور واريءَ جاءِ تي لڳائبي آهي. پڳل ٺڪريءَ تي لکيل اهي اکر، اصل ۾ مٽيءَ جي ٿس

ڀنڀور

تي لکيل ٺا پاتا ويا آهن. جيڪو ڪنهن هٿ جوڙيءَ تي سگهي ٿو. چاڪاڻ جو اهي ٺانوَ ته سنڌ جي ڳوٺن ۾ هٿرادو ٺڪر جي ٿانوَن ۾ وڪر وجهي، انهن تي ان وڪر جو نالو لکي چڙهيندا آهن. هن راءِ مان تي نتيجا نڪرن ٿا: پهريون ته عربن جي آمد کان اڳ سنڌي ٻوليءَ جي رسم الخط جا نمونا ملن ٿا. يعني جاتائيل ٺڪرين تي لکيل لفظن مان ثابت ٿئي ٿو ته عربن جي آمد کان اڳ، سنڌي ٻولي جدا جدا لکت ۾ لکي ويندي هئي. ٻيو نتيجو اهو ٿو نڪري ته سنڌي ٻولي واپاري ڏي وٺ ۽ عام استعمال واري ٻولي هئي. جيڪا ان وقت به شاهوڪار، معياري ۽ وسيع ٻولي هئي. ان ۾ علم نجوم، علم هيئت، طب ۽ ٻين علمن جو خزانو موجود هو. هن دعويٰ مان اهو پڻ ثابت ٿيو ته اڄ کان 14 سئو سال اڳ جيڪي وکرن جا نالا هئا. اهي هن وقت به سنڌ ۾ ساڳيا مروج آهن. ٽيون نتيجو اهو ٿو نڪري ته 'بحر حيدر' فقرو، وياڪرڻ جي لحاظ کان توڙي نحوي نقطہ نگاهه کان ڏيان جوڳو آهي. هيءُ هڪ صفتي فقرو آهي. جنهن جي چندچاڻ کان پوءِ چئي سگهجي ٿو ته اڄ کان 14 سؤ سال اڳ به سنڌي ٻوليءَ جي فقرن جي ساخت ۽ سٽا ساڳي هئي. نحوي لحاظ کان هن صفتي فقري ۾ لفظ 'بحر' صفت آهي. جو 'حيدر' (هيد) اسم جي اڳيان اچي ٿو ۽ ان قسم جي صفت بيان ڪري ٿو يعني لفظ بحر ٻڌائي ٿو ته ڪهڙي قسم جي هيد؟ بهرحال، ڀنڀور جي ٿڙن مان حاصل ٿيل لکت نه صرف سنڌي ٻوليءَ جي قديم حيثيت جي شاهد آهي. پر تاريخي طور، سنڌي رسم الخط جي استعمال جو پڻ چٽو ثبوت آهي.

ڀنڀور ۾ تجارت: ڀنڀور سنڌونديءَ جي ڊوآبي (Delta) جي اولهندي ڪنڌ تي مهراڻ جي ماٿريءَ جو هڪ تمام وڏي بندرگاهه طور به مشهور هو جتي پرڏيهي ڏيساور ڏانهن وينڊ مال پهچائيندڙ هيون ۽ هتان اهو مال سامونڊي غورابن ۾ چڙهندو هو واپارين کي ڪسٽم ڊيوٽي يا محصول ڏيڻو پوندو هو. رحيمداد خان مولائي شيدائي "تاريخ تمدن سنڌ" ۾ لکي ٿو ته "شهر کان مال نڪرڻ وقت واپارين کي بندر ۽ سرحد تي مال جي رقم جو پنجون حصو يا ڏل يا محصول طور ڏيڻو پوندو هو". ساڳئي ڪتاب ۾ ڄاڻايل آهي ته "شهر جي عالم پناهه جي دروازن مٿان بندر تي خاص برج جڙيل هو. جتي هڪڙو خاص سرڪاري عملدار محصول اوڳاڙيندو هو" ڌارين ملڪن جا واپاري، پروانا، راهداري يا پاسپورٽ به انهيءَ عملدار کان وٺندا هئا ۽ وٽس مسلح فوج جو دستو به رهندو هو جيڪي واپاري چوريءَ مال نيڪال ڪندا هئا. تن کي ڏاڍيون سخت سزائون ملنديون هيون. هن آفيسر يا عامل وٽ باقاعدي هڪ رجسٽر به رهندو هو جنهن ۾ اهو ڄاڻايو ويندو هو ته واپاري ڪهڙي ملڪ کان آيو آهي. وٽس ڪهڙو مال آهي ۽ پروانو/ راهداري وغيره به اٿس يا نه. واپاري عملدار کي سموري مال جي رقم ٻڌائيندا هئا ۽ پوءِ ئي هو مال نيڪال ڪري سگهندا هئا. اندازي کان وڌيڪ نفعي خورن کي سزائون ملنديون هيون. رستن ۽ چوڪين تي سرڪاري جاسوس بيهاريل هوندا هئا. جيڪي واپارين جي چرپر جو سرڪار کي اطلاع پهچائيندا هئا. هن بندر تي ڪوڪڻ، ملبار، سريلنڪا (سرانديپ)، ڪار منڊل، ايراني نار، سوراشٽر، مشرقي ٻيٽن، چين، حضرالموت، مصر، فنيقي، ڪلداني ۽ يمن جا سامونڊي غوراب اچي لنگر انداز ٿيندا هئا. اهڙي بين المملڪتي واپاري مرڪز هجڻ ڪري ڀنڀور جي دنيا ۾ تمام گهڻي هاڪ هئي. ان باري ۾ رحيمداد خان مولائي شيدائي پنهنجي ڪتاب "جنت السنڌ" ۾ لکي ٿو ته "ملڪ جنت السنڌ هندوستان جي ٻين صوبن کان وڌيڪ دولتمند هو ۽ سنڌو نديءَ جي جهاز رانيءَ ۽ مغربي ملڪن کي ويجهو هجڻ سبب ان جو واپار هزارين ورهين کان مغربي ملڪن سان هلندڙ هو."

مهراڻ جي ماٿري ۽ پر وارن ملڪن جي پيداوار ۽ صنعتي شين جي باري ۾ هينري ڪزنس (H.Cousens) پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو ته "هتان بيدمشڪ، لاک، نير، سوٽي ۽ سنهي تند واريون ململون، چمڙو، ريشمي ۽


ڀنڀور مان نڪرين تي لکيل سنڌي (ديوناگري) لکت

اوني ڪپڙا، سنڌو جا گهوڙا مغربي ۽ مشرقي ملڪن ڏانهن موڪليا ويندا هئا. نير، لاک ۽ ململ جي مصرين کي تمام گهڻي گهرج هوندي هئي. جو ته لاشن جي "مميٖن" ناهڻ لاءِ اهي شيون گهربل هونديون هيون." اهڙو ئي اظهار علا ابن الفقيه همداني ڪندي لکي ٿو ته "الله تعاليٰ سنڌ کي هيءَ خصوصيت بخشي آهي، جو منجهس هر قسم جون شيون جهڙوڪ جواهرات، ياقوت، الماس، عاج، عمارتي ڪاٺ، بيد، خوشبودار مسالا، لونگ، دالچيني، عنبر، سنبل، ناريل، صندل، ڪارا مرچ، ساگوان، جانورن ۾ گينڊا، هاٿي ۽ گهوڙا، پکين ۾ مور ۽ طوطا، دوائن ۾ هريڙون ۽ توتيو پيدا ٿين ٿا. ان کانسواءِ سنڌ جا ميوا انب، ليما ۽ نارنگيون، رنگن ۾ ڪرمچي رنگ، نير، لاک ۽ چمڙو جنهن کي رڱڻ جو ڀنڀور ۾ وڏو ڪارخانو هوندو هو ۽ اهو ٻير جي وڻن جي چوڏن ۾ رڱيو ويندو هو ڪپهه ۽ چانور، ريشمي ڪپڙو ۽ سوٽي ململ "سنڌو". اهي سب اهڙيون شيون آهن. جن جي دنيا جي هر مهذب ملڪ کي ضرورت هئي ۽ اهي هتان ئي ٻين ملڪن ڏانهن ايراني نار ۽ يمن جي بندرن کان مغربي دنيا ڏانهن وينديون هيون. قريش واپاري انهن شين کي شام ۽ مصر جي مارڪيٽن تائين رسائيندا هئا." وڌيڪ لکي ٿو ته "بابل ۽ اشور وارا سنڌ مان عمارتي ڪاٺ، مصر وارا پنهنجن مردن کي مميٖن ناهڻ واسطي هتان نير، لاک ۽ سنهي ململ گهرائيندا هئا. ڪلديا جا قديم بندر "اوفير"، "سپارا" ۽ "پنوء" سنڌ جي پيداوار جي واپار ڪري دولتمند هئا ۽ ٻاهرين دنيا اهڙين قيمتي شين ڪري "جنت السنڌ" اڳيان محتاج هئي ۽ اهو ئي سبب هو جو هن ملڪ جي دولت کي لٽڻ لاءِ ڌارين قومن وقت به وقت مٿس ڪاهون ڪيون هيون ۽ اهو سلسلو هر صدي جاري رهيو."

H.G. Rawlinson هڪ ڪتاب لکيو مشرق ۽ مغربي دنيا جي تعلقات تي آهي، جنهن ۾ هڪڙو تفصيلي باب سنڌ جي پيداوار ۽ صنعتي شين بابت ڏنو اٿس ۽ لکي ٿو ته "سنڌ جي سوٽي ململ جي هنڌين ماڳين هاڪ هوندي هئي ۽ سنڌ جي نالي پٺيان "سنڌن" (Sindon) سڏبي هئي. "سنڌن" بابت دنيا جي قديم ڪتاب توريت ۾ به ڄاڻايل آهي ته اها ململ دنيا جي هر حصي ۾ خريدي ويندي هئي ۽ خاص ڪري مصر وارا خريد ڪندا هئا. 13 صديءَ جو سياح مارڪوپولو (Marcopolo) پنهنجي تصنيف ۾ ڄاڻائي ٿو ته "سنڌ جا قيمتي گهوڙا وڏين وڏين رقمن تي وڪامندا هئا ۽ دکن ۾ في گهوڙي جي رقم پنج سؤ اشرفيون هئي. عربن جي ڪاهه وقت سنڌ ۾ جيڪو سڪو رائج هو. تنهن کي طاطري سڪو سڏيندا هئا ۽ اهو سوماترا کان ايندو هو" اهڙي قسم جي ٻهڪي وڻج واپار ۽ دولت ڪري يوناني جاگرافيدانن کي "ڀنڀور" جي سنڌ ۾ هڪ وڏي تجارتي مرڪز هجڻ جي ڄاڻ هئي. بطليموس، جنهن سڀ کان اول دنيا جو نقشو

ناهيو هو. تنهن "ڀنڀور" کي باربريڪ ايمپوريم (Barbarik Emporium) يعني "واپار جو وڏو مارڪيٽ" جو نالو ڏنو آهي. اهڙو ئي اظهار W.H. Schoff پنهنجي ڪتاب ۾ ڪندي ٻڌائي ٿو ته "ٻي صدي عيسوي، جي يرگ جاگرافيدان آريان (Arrian) ڀنڀور کي باربيڪ (Barbarike) جي نالي سان سڏيو آهي." سنڌي واپاري وٽ ۾ شين جي مٽا سٽا ۽ ڏيتي ليتي ڏاڍي ايمانداري، سان ڪندا هئا ۽ سنڌن انهي، خوبي، جي، مختلف صدين ۾ مختلف ماڻهن گهڻي واکاڻ ڪئي آهي: جيئن ستين صدي، عيسوي ۾ هوئن تانگ، ٻارهين صدي، عيسوي ۾ شريف ادريسي، تيرهين صدي،



عيسوي ۾ مارڪوپولو ۽ عيسوي پندرهين صدي، ۾ ڪمال الدين عبدالرزاق سمرقندي. انهن جو ذڪر F.Max Muller به پنهنجي ڪتاب ۾ ڪيو آهي. سنڌين جي اهڙي قسم جي ساک ۽ ڳڻ جي ڪري R.W Frager لکي ٿو ته "هن تجارتي شهر ۾ فنيقي، يهودي، ايراني، عرب ۽ مصري سوداگرن جون وڏيون وڏيون واپاري ڪوٺيون هيون. جن اصطخر، حيره، بابل، انطاڪيه، تدمر بثيرا، صور، صيدان ۽ مصر ۾ ٻيون ڪوٺيون، واپار لاءِ وڏا مرڪز ۽ ڪوٺيون ڪرايون هيون. سڪندر اعظم مقدوني، لاءِ چيو وڃي ٿو ته 325 ق.م ۾ ڀنڀور پهتو ته اتي سنڌو، جي ڪناري تي ڪجهه گهوڙا قربان ڪري پنهنجي سپهه سالار نيرڪوس کي جهازن جي ذريعي مڪران طرف روانو ڪيائين. ڪنهن به ملڪ يا شهر تي سڪندر اعظم ڪاهه ڪرڻ کان اڳ پنهنجي يوناني ديوتائن جي نالي جانور، خاص ڪري گهوڙا ان لاءِ قربان ڪندو هو ته جيئن اهي ديوتائون مٿس خوش ۽ راضي رهن ۽ کيس سوڀ نصيب ٿئي. سڪندراعظم حقيقت ۾ مشرق ۽ مغرب جي واپار تي قبضي ڪرڻ لاءِ سنڌ تي ڪاهه ڪئي هئي ۽ ڀنڀور کان وٺي حب نديءَ تائين واري علائقي تي قبضو ڪري "ارابتائي" (Ambitae)، حب نديءَ کان هنگلاز يا هنگلاج (لس ٻيلي) تي "ارٽائي" (Oritae) ۽ سون مياڻي راهمبيڪيا (Rhambacia) تي اسڪندريه نالا رکيا. سڪندر اعظم کي جيڪو مال غنيمت مهراڻ جي زرخيز ميدان مان هٿ لڳو، تنهن مان خاص طور چوپايو مال يونان ڏانهن موڪليائين.

سنڌ جي تاريخ ۾ عام طرح ذڪر آهي ته 712ع ۾ محمد بن قاسم سنڌ ۾ اچڻ سان پهريائين ديبل (ديول) بندر تي قبضو ڪيو هو ڪي جون تا ته پيريش جيڪو ٿتي کان ڇهه ڪوهه پري آهي، سو ديول بندر هو ڪن جو ورري چوڻ آهي ته هي ڀنڀور جو شهر ديول بندر هو. هتي قلعي جي اندر هڪ هاڪارو مندر هو جنهن کي مسلمان تاريخ نويسن "ديول" سڏيو آهي ۽ شهر کي "ديول بندر" ڪوٺيو اٿن. اينترو ته اڄ به ظاهر آهي ته هي پٽ بلڪل سنڌائي هنڌ تي آهي. ڪراچي، وارو سمنڊ هن پاسي اڄ تائين

چوليون هڻي سڄا پٽ ٻيو پسائي، تنديون ٻيڙيون اڄ تائين گسري (گذري) بندر کان گهاري جي ڪاري، تائين اچن وڃن ٿيون ۽ منهوڙي جي ڦرنڊ بني، جو دهو (دڙو) به هن پاسي پيو ٿو.

ڀنڀور ۽ گهاري جي پير ۾ "ڪبير جا پٽ" به موجود آهن جن ٿا ته "ڪبير پڳت" سنڌ ۾ آيو هو ۽ ڪي ڏينهن هتي آستانو ڪيو هئائين ۽ ٿئي جي ڪورين جو ڪبير پڳت جو آستانو ٿئي ۾ قائم ڪيو ۽ ڪبير جي پٽ ڪمال پڳت جو ميلو هر سال ٿئي ۾ وڏي، ڌام ڌوم سان لڳندو آهي. ٻي، روايت موجب اصل ۾ سيد ڪبير شاهه ساڪري جي پاسي جو سيد ۽ وڏو شاعر هو ۽ اهو پٽ شاهه ڏانهن منسوب آهي (وڌيڪ ڏسو: پڳت ڪبير)

**ڀنڀور (مڇي)**: مڇي، جو هڪ قسم آهي هي، ساموندي مڇي سنهڙن چلڻ سان، گولائين ۽ اڇي رنگ جي ٿيندي آهي. جنهن جي ڊيگهه ٽن انچن کان اٺن انچن تائين ٿئي ٿي. هن مڇي، کي انگريزي ۾ lady fish چوندا آهن.

**ڀنڀور مسجد**: 1951ع ۾ ڀنڀور ۾ جي کوٽائي شروع ٿي ۽ 1958ع ۾ قلعي جا آثار ظاهر ٿيا ۽ 1960ع ۾ هڪ عمارت ملي جنهن کي مسجد قرار ڏنو ويو. آثار قديمه جي بيان مطابق ننڍي کنڊ ۾ هي، پهرين مسجد آهي. هن جي ڊيگهه 128 فوٽ ۽ ويڪر 122 فوٽ آهي. مسجد جي اڱڻ ۾ سرن جو فرش آهي. الهندي طرف وسيع دالان آهي. جنهن جي ڇت ٿنڀن جي ٽن قطارن تي قائم هئي. هر قطار ۾ 33 ستون يا ٿنڀ هئا، اتي ڏکڻ ۽ اڀرندي ۾ ورانڊا هئا، جن جي ڇت، پٿر جي ٿنڀن جي ٽيڪ تي بيٺل هئي. هي، مسجد، ڪوفي جي جامع مسجد ۽ واسط جي جامع مسجد جي نقشن مطابق ٺهيل هئي. مسجد مان ڪوفي خط جا ڪتبا به مليا آهن. ڪن مورخن جي خيال ۾ اها پهرين اسلامي مسجد هئي، جيڪا ديبل جي فتح کان پوءِ محمد بن قاسم ٺهرائي هئي.




**ڀنڀور ۽ ديبل** (ڪتاب): هي، ڪتاب ڀنڀور نئشنل سيمينار 1983ع ۾ پڙهيل مقالن تي مشتمل آهي. جيڪي گهاري سب ڊويزن جي اڳوڻي اسسٽنٽ ڪمشنر ۽ ادب دوست عملدار عبدالقادر منگي، جا سهيڙيل آهن. هن ڪتاب جو انتساب سنڌ جي عظيم محقق ۽ قابل فخر تاريخدان پير حسام الدين شاهه راشدي، جي نالي ڪيو ويو آهي. هن ڪتاب جي مقالن کي هيٺين، ريت ترتيب ڏني وئي آهي.

**پاڱو پهريون تاريخ ۽ آثار قديمه**: هن ڀاڱي ۾ ڊاڪٽر ايف اي خان، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ڊاڪٽر لوئيس فليم، محترمه بيگم ممتاز راشدي، مظهر يوسف، ڊاڪٽر حميده کهڙو، عبدالله ورياهه، تاج صحرائي، شيخ خورشيد احمد، رفيق مغل، ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، ۽ ٻين جا مقالا شامل آهن.

**پاڱو ٻيو- ادب ۽ ثقافت**: هن حصي ۾ ڊاڪٽر غلام علي الانا، علي احمد بروهي، مهتاب اڪبر راشدي، مير محمد بخش خان ٽالپر، ڪمتر نقوي، معمور يوسفاڻي، ايم. ايڇ پنهور ۽ ٻين جا مقالا آهن. هن ڪتاب ۾ 288 صفحا آهن. ڊيمي سائيز ۽ جلد ڪچي واري هن ڪتاب کي ٿرپبليڪيشن طرفان شايع ڪيو ويو.

**ڀنڀوري**: الامنڊ جيت جو هڪ قسم. جنهن کي به وڏا رنگين پر ٿيندا آهن ۽ نهايت تيز الامندي آهي. هي، جيت گهڻو ڪري واهوندي ۽ سرت

وارين مٿن ۾ پيدا ٿيندو آهي. جڏهن مڇرن جي گهڻائي هوندي آهي. پنهورين جي عام خوراڪ مڇر هوندا آهن. تنهنڪري پنهورين جي پيدا ٿيڻ سان مڇرن جو خاتمو ٿي ويندو آهي. پنهوري سرءَ جي مند ۾ پيدا ٿيندي آهي. ان جا پر تمام سهڻا، سنهڙا ۽ ڪيترن قسمن جي رنگن ۾ ٿيندا آهن. جن مان آرپار ڏسي



سگهبو آهي. پوپٽ، مڇر ۽ ٻيا جيت پنهوريءَ جو کاڄ هوندا آهن. پنهورين جا ٻچا اهڙا هيجي ٿيندا آهن، جو کين پيو کاڄ نه ملي ته هڪ ٻئي کي کائي ڇڏيندا آهن. پنهورين بابت سنڌيءَ ۾ هڪ لوڪ گيت عام آهي:

پلي آيون پنهوريون، جن مڇر کاڌا جيي،
مارو کيو مڇر تي، دب ڪيوس دسي،
ڏکڻ کي ڏاتار آڻي، هير ٿڌڙي لڳي.

**پنهوري**[2]: تعلقي جاتي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**پنهوري**[3]: ٻيرَ جي سڪل ڦلڙي ۾ ڪنڊو هئي. ناهيل ڦرڻيءَ کي "پنهوري" چوندا آهن. ڪاٺ جي جنڊيءَ تي نهيل ڦرڻي به "پنهوري" سڏبي آهي.

**پنيي زميندار جي ڳالهه** (ڪتاب): هي ڪتاب هندي ٻوليءَ ۾ پنڊت بنسي ڌر جو ناهيل هو جو سر بارٽل فريئر صاحب ڪمشنر جي حڪم موجب ميان غلام حسين قريشيءَ سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو. پانچ ٿو ته مضمون هنديءَ تان ترجمو ڪيو ويو، مگر ماڻهن ۽ ڳوٺن جا نالا سنڌ جا ڪم آندا ويا آهن. هي ڪتاب به شروعات وارن ڏينهن ۾ درسي ڪتاب هو. جنهن جي قيمت ٻه آنا ڇهه پايون هئي. هيءَ ڪتاب، تعليم کاتي ڪراچيءَ طرفان 1854ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو هو.

**پنجڙو**: تعلقي گهوٽڪيءَ جي هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن. شير زمان، گهڙيو مهر، ماڪوڙو مهر عبدالحڪيم مهر، پير زمان، چوڙي عبدالرشيد، خدا بخش پنالي ۽ ڳوٺ صوفي رفيق احمد.

**پنجهو**: سڪل مٽي، ڪوٽيل مٽي ۽ ڊڪل جاءِ جي مٽي وغيره کي "پنجهو" چوندا آهن. اهڙيءَ طرح سان هيٺاهين زمين تي پراڻ وجهڻ لاءِ وڌل مٽيءَ، هر ڏنل زمين (ڪيڙيل زمين) وارن ڪڙن ۽ پٽرن واري ڪيڙيءَ کي به "پنجهو" چوندا آهن. انهيءَ ڪري هارين جي اصطلاح ۾ ڪيڙيل زمين ۾ ٻج وجهڻ کان پوءِ پهريون دفعو پاڻي ڏيڻ کي "پنجهو پيارڻ" چوندا آهن.

تير مان نڪتل مٽيءَ کي به "پنجهو" چوندا آهن.

"پر پنجهوءِ ويهي، ڪهڙي ڪنديس ڳالهڙي" (شاهه)

**پنڌل**: سورج بنسي راجپوتن مان "پنڌل" جو اولاد. پنڌل هڪ شادي جتڻ مان پڻ ڪئي هئي. ان ڪري "جت" سڏجن ٿا.

**پنڌ**: پنڌ هڪ ذات آهي. هنن جو شمار پاڻن ۽ پنن ۾ ٿئي ٿو. پنڌ لفظ هندي جي "پنڊا" مان نڪتل آهي. جنهن جي معنيٰ آهي گهيس. منگتو هندستان جا راجا مهاراجا "پنڊا" پال وٺ ونڊ خاطر رکندا هئا. هي ماڻهو ملڪ ۾ گهمندا ڦرندا ۽ ماڻهن جي دل وندرائيندا رهندا آهن. هي اصل ميراثي آهن. هي پنجاب کان سواءِ سنڌ ۾ به گهڻي تعداد ۾ رهن ٿا. پنڌ قبيلي جا فرد ڳائيندا ۽ خيرات وٺندا آهن ۽ خنڊ ڪرڻ سبب عام اصطلاح طور اهو به چيو ويندو آهي ته "صفا ڪو پنڌ فقير آهين". "پنڌي ڪرڻ" به شايد ان مان ئي نڪتو آهي.

**پنڌ**[2]: تعلقي دادوءَ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: حاجي پنڌ، غلام علي پنڌ، هاشم پنڌ، امام بخش پنڌ، لطف علي پنڌ، صاحب پنڌ، علي مراد، الهه بخش پنڌ، رمضان پنڌ، دودو پنڌ، الهڏنو بوزدار، ڳرماڻي، جو ڳوٺ، غلام رسول شاهاڻي، جمعو پنهور، فتح محمد پنجابي، سائينداد پنڌ، جام خشڪ ۽ جمال خشڪ.

**پنڊار**: سيڌي سامان ۽ اناج رکڻ لاءِ جاءِ، توشاخانو، گودام. سامان جو وڏو ڍڳ، پانڊو.

**پنڌ جوکيا**: جوکين جي ذات مان هڪ نک آهن. اڪثر جوکيا حضرت غوث بهاءالدين زڪريا ملتانيءَ جا مريد آهن. روايت آهي ته غوث صاحب جي زماني ۾ هڪ مريد جوکئي کان غوث صاحب اولاد بابت پڇا ڪئي. مريد ورائيو ته کيس هڪ نياڻي پاڳان نالي آهي. غوث پاڪ کيس هدايت ڪئي ته صبح سوير جيڪو فقير تو وٽ اچي، ان کي نياڻي نڪاح ۾ ڏج. صبح جو هڪ درويش جهنڊولو فقير وٽس آيو ۽ هن ڏيءُ کيس پرڻائي ڏني. ان مان کيس چار پٽ (1) جهلڪ فقير (2) سهراب (3) لاڏو ۽ (4) پنهور ٿيا. جهلڪ فقير مان لال بکر جهلڪاڻي فقير ٿيا. پنهي مان پنياڻي پنڌ مال ٿيا ۽ سهراب جي اولاد وارا جوکيا، پنڌ وڏيرا/پنڌ جوکيا سڏجن.

**پنڊکي**: تعلقي ٻني عاقل جي هڪ ديهه. جنهن ۾ فقط هڪڙو ڳوٺ "ويسر" آباد آهي.

**پنڊماري**: تعلقي ڪنڊياري ۾ هڪ ديهه جو نالو.



**پنڌ، نظير احمد**: ناميارو سماجي ڪارڪن ۽ ليکڪ نظير احمد پنڌ 26 جولاءِ 1947ع تي بلاول خان پنڌ (لڳ خدا آباد) تعلقي دادوءَ ۾ جنم ورتو. تعليم بي. اي. اٿس. هو بنيادي طور آبادگار آهي. سٺو نثرنگار آهي. سندس ڪتاب "تختگاهه خدآباد" (خدا آباد جي تاريخ بابت مضمونن جي ترتيب: 2004ع) سنڌ گريجوئيٽس ائسوسيئيشن پاران ڇپيل آهي. هو هن وقت خدا آباد ۾ رهي ٿو. ڪيترن ئي سماجي تنظيمن جو ميمبر آهي. سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن خدا آباد جي باني ميمبرن مان آهي ۽ سگا جو مرڪزي عهديدار ۽ تعليمي ڪميٽيءَ جو سيڪريٽري آهي.

**پنڌن وارو ڍورو**: هيءُ درياهه جي ڇڏيل ڇاڙهه هئي. جيڪا ديهه پنڌ، تپي خدا آباد تعلقي دادوءَ ۾ ڳوٺ غلام علي پنڌ جي اوڀر ۾ هئي. درياهه جي پاڻي نه اچڻ ڪري هي ڍورو سڪي ويو آهي ۽ هن وقت اتي مقامي زميندار زمين هموار ڪري پوک ڪري رهيا آهن.

**پنڙ**: هڪ ذات جو نالو. تعلقي ڪنڌڪوٽ جي ديهه "غورا" ۾ هڪ ڳوٺ به ساڳئي نالي سان موجود آهي.

**پنڙ**: برسات يا طوفان سبب ڪريل پوک، پيلايل يا لٽيل پوک، باجهري، يا جوئر جي پوک، جنهن جا سنگ ڪيي، ان ۾ مال چڏيو آهي.

**پنڙ**: تعلقي ڪشمور ۾ هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: ڪندو چاچڙ، جام پاريهو، مغل ساوند، حاجي عبدالڪريم چاچڙ، موسو ڳولو، عظيم ساوند، گل محمد ساوند، منو لاٽي، ميانداد سندراڻي ۽ ڪندو ڳولو.

**پنڙ ڪانوڙي** (Caparidaceae Cleome Viscosa Linn): هي ٻوٽو گندگاهه طور فصل ۾ خاص ڪري سياري جي مند وارن فصلن ۾ گهڻو ڦٽي ٿو ان کان سواءِ سونهن لاءِ به هن ٻوٽي کي باغن ۾ پوکيو ويندو آهي هن جا گل سهڻا ٿين ٿا. هن ٻوٽي کي اردوءَ ۾ "جهنگلي هل هل"، پنجابي ۾ "هل هل ٻگرا" ۽ انگريزيءَ ۾ "Wild Mustard" چوندا آهن هن ٻوٽي کي ڏنار ڪنوري به چون ٿا هي ٻوٽو حڪيمن کي مليريا جي بخار ۽ پيٽ طبابت جي ڪمن ۾ گهڻو ڪم اچي ٿو. هي ٻوٽو سڄي سنڌ ۾ پنهنجي موسم ۾ ڦٽندو آهي.



**پنگ** (Hemp (Cannabis Stiva: هڪ قسم جي نشيدار ٻوٽي. هن ٻوٽي کي انگريزي ۾ Hemp، عربيءَ ۾ ورق الخيال، فارسيءَ ۾ حشيش، بنگاليءَ ۽ گجراتيءَ ۾ ڀانگ، سنسڪرت ۾ گنجڪا ۽ لاطينيءَ ۾ Cannabis Sativa Linn چئبو آهي. هي ٻنگ Cannabaceae جي آڪهه مان آهي. هن جا گل پن ۽ ڪاٺيون نشيدار شين جي تياريءَ ۾ ڪم اينديون آهن. شروعاتي دور ۾ هيءَ ٻوٽي فقط ايشيا ۾ ٿيندي هئي پر هاڻي سڄيءَ دنيا ۾ هن جي پوک ٿئي ٿي.



جيئن ته هيءَ ٻوٽي ۽ هن ٻوٽيءَ مان ٺهيل شيون انساني صحت لاءِ نقصانڪار آهن، ان ڪري گهڻن ملڪن ۾ هن جي پوک تي پابندي لڳائي وئي آهي ٻنگ جي استعمال سان حواس معذور ۽ اکيون بيڪار ٿي وينديون آهن. هيءَ ٻوٽي جلد ولا ڪاٿيندڙ آهي. هن ٻوٽيءَ جا گل پيلا ۽ ساوا ۽ نهايت خوشبودار ٿين ٿا. سنڌ ۾ ٻنگ جو واهپو گهڻو آهي ٻنگ موالين وٽ گرميءَ جي مند ۾ مشروب طور استعمال ٿئي ٿي ڪي خاص پياڪ ته ٻنگ ۾ ست مغز، شربت ۽ ڪير وغيره وجهي پيئندا آهن. سنڌ ۾ هن ٻوٽيءَ جي پوک به ٿيندي آهي. ان هوندي به ڪي عادي پياڪ جهنگ ۾ لڪ واري هنڌ تي به تي ٻوٽا پوکي چڏيندا آهن مارشل لا دور ۾ ته ڪن شوقين ڪرنديڻ ۾ به ٻنگ پوکي هئي. ڪٿي ڪٿي ٻنگ جي پڻن کي گهوٽي، پاڻي ملائي، تڙيج طور پيئجي ٿي. ان جي پيئڻ سان خاص قسم جو نشو ٿيندو آهي. بک گهڻي لڳندي آهي ۽ ننڊ به ڏاڍي ايندي آهي. ٻنگ جو لاڳيتو استعمال نقصانڪار آهي. گهڻي ۽ گهاٽي ٻنگ پيئڻ سان موت به واقع ٿين ٿا. حڪيم يا جراح، نشتر هڻڻ وقت، ماڻهوءَ کي بيهوش ڪرڻ لاءِ ٻنگ جو گيهه ڪم آڻيندا هئا.

سنڌ ۾ 1920ع ڌاري سيوهڻ تعلقي جي بوبڪ شهر ۽ ان جي آسپاس ٻنگ جام پوکائي ويندي هئي. آبڪاري، جو عملو پنهنجي روبرو ٻج چٽائيندو هو ۽ پوک جي سموري ٻوٽواري ڪندو هو فصل تيار ٿيڻ تي لڻائي، ڪٽائي، سڪائي، سموري ٻنگ ڪٽائي سرڪاري گدامن ۾ آڻي رکي هئي. جتان پوءِ لسنس بردار گنيوالن کي ورهائي ڏني ويندي هئي. بوبڪ جا طوطا ٻنگ کائي وڻن تي ويهندا هئا ۽ نشي ۾ الوٽ ٿي پٽ تي ڪري پوندا هئا. ان مان پهاڪو نهيو ته. "تون ته ڪو بوبڪ جو طوطو آهين".

ٻنگ جي پوک خيرپور رياست ۾ به ٿيندي هئي. هن وقت دنيا جي ڪيترن ملڪن ۾ ٻنگ جي پوک ٿيندي آهي. جنهن جي ٻج مان تيل، صابڻ ۽ وارنش وغيره ٺاهيا ويندا آهن. ٻنگ گهوڙن جي علاج ۾ پڻ ڪم ايندي آهي، يعني نشي طور استعمال ٿيندي آهي. ٻوڙو وزن ڏيڻ سان جانور ٺنڊاڪڙو ٿي پوندو آهي. اٿي نه سگهندو آهي ۽ ان جو اثر 24 ڪلاڪ رهندو آهي ٻنگ جانورن ۾ سخت سور جي حالت ۾ به استعمال ڪبي آهي. خاص ڪري پيٽ جي سور، آنڊن جي سوڄ، آنڊن جي وڪڙ جي صورت ۾ ڏني ويندي آهي. اڄ ڪلهه "ڪلورل هئدراس" گهڻو استعمال ٿئي ٿو. تشنج (ٽيٽنس) جي دورن (جهٽڪن) کي روڪڻ لاءِ به ٻنگ استعمال ڪئي ويندي آهي.

پاڪستان جي گاديءَ واري هنڌ اسلام آباد ۾ به وڏي تعداد ۾ جهنگلي ٻنگ ٿيندي آهي.

**پنگ**: جوڙي ٿيل شيءِ جي موڻائڻ لاءِ ڏنل ڪري (رقم). ٻنگ هميشه جوڙي ٿيل جوپائي جي موڻائڻ لاءِ ڏبو آهي: جيئن اٺ، گهوڙي، ڳئون، مينهن، گڏهه ۽ ٻڪري، وغيره لاءِ. پر هاڻي اغوا ٿيل ماڻهوءَ جي لاءِ به پاناريدار ٻنگ وٺن ٿا.

**پنگا**: هڪ ذات. جيڪا اڪثر خيرپورميرس ضلعي ۾ رهي ٿي.

**پنگر**: هڪ ذات جو نالو. جيڪي اصل ۾ بلوچستان جي علائقي "چت" جا رهاڪو هئا. اتي سنڌ رياست به هئي هنن جي اڪثريت سنڌ جي مختلف ضلعن ۾ رهي ٿي. هن ذات جو سردار عمر دراز خان پنگر آهي. جيڪو ڳوٺ حاجي نصير خان پنگر، تعلقي ٺل ضلعي جيڪب آباد جو رهاڪو آهي پنگر ذات جا ڪيترا فرد آمريڪا ۽ سعودي عرب ۾ به وڃي آباد ٿيا آهن نوجوان علي پنگر سنڌي چينل ڪي ٽي اين جو معروف ڊائريڪٽر ۽ ڪيميشر به هن ذات سان تعلق رکي ٿو.

**پنگر**[2]: پنگر نالي سان ٺل، خيرپور ناٿن شاهه ۽ گهوڙا باري تعلقن ۾ جدا جدا ديهون موجود آهن.

تعلقي ٺل جي پنگر ديهه ۾ پنج ڳوٺ آباد آهن جن مان: ڳوٺ حاجي ڪريم ڏنو خان پنگر، ڳوٺ حاجي نصير خان پنگر، ڳوٺ حاجي دوست محمد خان پنگر هن نالي سان قنبر ۽ جيڪب آباد تعلقن ۾ جدا جدا ڳوٺ آباد آهن.

**پنگر**[3]: تعلقي ڪڪڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**پنگر**: اکيوٽ ۾ ڪوئلن رکڻ جي ڪوٺي. اکيوٽ جي ڪوري ۾ ٻارڻ لاءِ ڪوئلا، ڪاٺيون وغيره.

**پنگر آجا**: تعلقي قمبر ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ ڪل ٽي ڳوٺ: پنگر آجا، علي اڪبر جتا ۽ ڪاهي ميتهون نالي آباد آهن.

**پنگر آچا[2]:** هي ڳوٺ، قمبر کان اولهه طرف، 15 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي، 120 گهرن تي آباد آهي. يونين ڪائونسل بوهڙ ۾ هن کي ديهه جي به حيثيت حاصل آهي. هن جي اتر ۾ نور محمد شيخ ڳوٺ، ڏکڻ ۾ قمبر ڳڙهي ڪرنيو روڊ وايا پير روڊ، اوڀر ۾ گيلو ڪوسو ۽ اولهه ۾ وارهه برانچ اٿس. هي ڳوٺ، پنگر قبيلي جي ماڻهن 52-1750ع ڌاري آباد ڪيو جيڪي بلوچستان جي علائقي "ڇت" مان لڏي هتي اچي ويٺا. هي بلوچستان جي باراني علائقي ۾ ڪاري ڌڪر پوڻ ڪري اتان لڏي موجوده ماڳ کان ڏکڻ اوڀر جي ڪنڌ ۾، هڪ ڪلوميٽر جي مفاصلي تي آباد ٿيا. درياهه کي بند نه هجڻ ڪري، ساڳي سن ڌاري انهيءَ ڳوٺ کي درياهه پاڻي ويو ان کان پوءِ پنگر هتي اچي واريءَ جي دڙي تي آباد ٿيا. هنن جي آباد ٿيڻ کان پوءِ 1800ع ڌاري آچا "پير ڳوٺ آچا" مان لڏي هتي ويٺا. جنهن تان هي ڳوٺ "پنگر آچا" جي نالي سان مشهور ٿي ويو. محمد سليمان ۽ محمد پنهل آچن جا وڏا هئا. جوڻيجا به 1800ع ڌاري نورنگ شاخ پرسان "سارين جي ڳوٺ" مان لڏي آيا. سندن وڏا چتل خان ۽ عبدالله خان جوڻيجو هئا. هتي اڪثريت پنگرن جي آهي. رئيس غلام حيدر خان پنگر هتان جو چڱو مڙس آهي. پنگرن 1815ع ڌاري هتي هڪ مدرسو به کوليو، جيڪو 1940ع تائين درس ۽ تدريس جو مرڪز رهيو. هن مدرسي ۾ حافظ حاجي محمد قاسم سومرو 67-1862ع ڌاري پڙهائيندو هو. مولوي صاحب اصل تعلقي ڏوڪريءَ جي ڳوٺ "پراڻي آباد" جو رهاڪو هو. هي پنهنجي دور جو وڏو عابد ۽ زاهد ماڻهو هو. 1967ع ۾ وفات ڪري ويو. وصيت موجب کيس هن ڳوٺ ۾ دفنايو ويو. هي ڳوٺ شاعريءَ جي تاريخ ۾ به سٺي حيثيت رکي ٿو. حافظ حاجي الهڏنو پنگر، شاهد فقير پنگر ۽ لعل بخش پنگر پنهنجي دور جا سٺا شاعر ۽ مجذوباڻي طبع جا ماڻهو هئا. حافظ حاجي الهڏنو پنگر 1968ع- 1918ع ڌاري هتان جي مدرسي جو مدرس به هو. سنڌيءَ، سرائڪيءَ ۽ فارسيءَ ۾ سٺا شعر لکندو هو. 1968ع ۾ وفات ڪري ويو. شاهين فقير به ڪمال درجي جو في البديهه شاعر هو. موقعي ۽ محل تي ٺهه پهه شعر چوندو هو. فقير حافظ الهڏني پنگر جو همعصر هو. 1955ع ۾ لاڏاڻو ڪري ويو. لعل بخش فقير مجذوب قسم جو ماڻهو هو. جوانيءَ ۾ مجازي عشق سندس ذهني توازن کي متاثر ڪيو ۽ پوءِ هو اڪثر تنگو گذاريندو هو. چون ٿا ته ڊسمبر ۾ رات جو پاڻيءَ جي ڪڏ ۾ وهنجي ڇت تي سمهندو هو. ذهني توازن جي متاثر ٿيڻ کان پوءِ فقير تمام گهٽ ڳالهائيندو هو، ته نه اڪثر چپ گذاريندو هو.

سنڌيءَ ۾ هن فقير جو به شعر ملي ٿو. 1952ع ۾ گذاري ويو. هن وقت گل حسن پنگر سنڌيءَ ۽ فارسيءَ ۾ شعر لکي ٿو. هي شاعر 1 سيپٽمبر 1939ع تي هتي ڄائو. بيلي کاتي ۾ فاريسٽر هو. 1999ع ۾ رٽائر ٿيائين. هن ڳوٺ جا ماڻهو محنتي ۽ ايماندار آهن. سندن ذريعه معاش گهڻو ڪري پوکي راهي تي آهي. پنگر ماڻهن ڊان آبادي ڪن ٿا. پنگر ماڻهن وارهه برانچ مان تڪري ٿو ۽ سوين ايڪڙ زمين کي آباد ڪري سٺي پيداوار ڪري ٿو. بنيادي سهولتن ۾ بجلي، پرائمري بوائز ۽ گرلز اسڪول موجود آهن. 1953ع ۾ بوائز اسڪول جو بنياد پيو. گرلز اسڪول 1990ع ۾ کليو. هن ڳوٺ ۾ سرڪار طرفان صحت ۽ صفائيءَ جو ڪو به چڱو بندوبست ڪيل نه آهي. ڳڙهتان جو سئو آهي.

**پنگرا:** سنڌي مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.

**پنگراچا:** تعلقي قمبر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**پنگر، غلام نبي:** سماج سڌارڪ غلام نبي پنگر 1916ع ڌاري جيڪب آباد کان پنج ميل اوڀر طرف ڳوٺ متي پنگر ۾ جنم ورتو. پرائمري تعليم ڳوٺ "زنگي پور" مان حاصل ڪيائين. 1936ع ۾ سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ مان مئٽرڪ ڪيائين. ان کان پوءِ ڊي جي سائنس ڪاليج ڪراچيءَ مان 1940ع ۾ بي اي ڪري وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ مسلم يونيورسٽي عليڳڙهه ويو جتان 1942ع ۾ ايم. اي ۽ ايل ايل بي جون سندون حاصل ڪري واپس موٽيو. عملي زندگيءَ جو آغاز "جيالاجيڪل سروي آف انڊيا" جي محڪمي ۾ بحيثيت اسٽور ڪيپر ڪيائين. ڏهن مهينن تائين بلوچستان جي مختلف علائقن ۾ رهيو. 1943ع کان 1947ع تائين مسلم لا ڪاليج ڪراچيءَ ۾ ليڪچرار مقرر ٿيو. 1947ع جي آخري ڇهن مهينن ۾ حڪومت سنڌ جي محڪمي سيلز اينڊ ٽيڪسيشن ۾ آفيس سپرنٽينڊنٽ طور خدمتون انجام ڏنائين. 1948ع کان 1957ع تائين جيڪب آباد ۾ وڪالت جي پيشي سان وابسته رهيو. پاڻ گورنمينٽ ڊگري ڪاليج جيڪب آباد جو پرنسپال ۽ باني ڪارڪنن مان هڪ هو. 1959ع کان 1960ع تائين ميرپورخاص ۾ وڪالت ڪيائين. 1961ع کان 1962ع تائين سٽي آرٽس ڪاليج حيدرآباد ۾ پرنسپال جي عهدي تي رهيو. 1963ع کان 1968ع تائين سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ انسپيڪٽر آف ڪاليجز مقرر ٿيو. جتي هن سوشل ورڪ جو شعبو قائم ڪيو ۽ شعبي جو چيئرمين پڻ رهيو. 1969ع کان 1972ع تائين سنڌ يونيورسٽيءَ ڄامشوري ۾ رجسٽرار مقرر ٿيو ۽ پوءِ مئي 1972ع ۾ استعيفيٰ ڏنائين. هن پنگر فائونڊيشن جو بنياد پڻ وڌو. غلام نبي پنگر 17 اپريل 2010ع تي وفات ڪئي.



**پنگر، محمد اقبال، ڊاڪٽر:** پروفيسر محمد اقبال پنگر 1950ع ۾ جيڪب آباد ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم جيڪب آباد مان حاصل ڪيائين. بعد ۾ حيدرآباد ۽ 1970ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪيمسٽريءَ ۾ ايم. ايس سي ڪيائين. هن پنهنجي عملي زندگيءَ جي شروعات ليڪچرار طور بلوچستان يونيورسٽيءَ مان ڪئي. 1979ع ۾ يونيورسٽي آف لنڊن مان ڊاڪٽوريٽ جي ڊگري حاصل ڪيائين. 1987ع ۾ کيس يونيورسٽي آف پٽسبرگ آمريڪا مان پوسٽ ڊاڪٽورل فيلو مقرر ڪيو ويو. سندس 138 کان مٿي تحقيقي مقالا ڇپيل آهن. جيڪي مختلف بيروني ۽ ملڪي تحقيقي رسالن ۾ ڇپيل آهن. هن 40 کن ڪيمسٽريءَ جي مختلف موضوعن تي ملڪ ۽ ملڪ کان ٻاهر ليڪچر ڏنا آهن. سندس رهنمائيءَ ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي شعبي "نيشنل سينٽر آف ايڪسيلينس ان اينالاٽيڪل ڪيمسٽريءَ" طرفان 23 شاگردن کي ڊاڪٽريٽ جون ڊگريون، جڏهن ته 13 شاگردن کي ايم. فل جون ڊگريون مليون آهن. ان کانسواءِ 10 کان وڌيڪ شاگرد هاڻي به سندس رهنمائي هيٺ ڊاڪٽري ڪري رهيا آهن. کيس تعليمي خدمتن جي عيوض 2001ع ۾ "فيلو آف دي ڪيميڪل سوسائٽي" چونڊيو ويو آهي. کيس 2004ع ۾ صدارتي اوارڊ "اعزاز فضيلت" سان نوازيو ويو. جڏهن ته 2008ع ۾ کيس "پرائيڊ آف پرفارمنس" جو صدارتي اعزاز ڏنو ويو. ان کانسواءِ کيس "پروفيسر عطاءُ الرحمان ميڊل" 2005ع ۾ ملي چڪو آهي. ڪيترين ڏيهي توڙي پرڏيهي تنظيمن جو ميمبر پڻ آهي. ڊاڪٽر پنگر پنج بين الاقوامي ڪانفرنسون ۽ 15 تربيتي ورڪشاپ به منعقد ڪرايا آهن. ڪيمسٽري جي موضوعن تي ڪيترن ملڪن: جپان، چين، ملائيشيا، فرانس، مصر، سعودي عرب وغيره ۾



ليڪچر ڏنا آهن ۽ اهو سلسلو جاري آهي. هن وقت نيشنل سينٽر آف ايڪسيلينس ان اينالاٽيڪل ڪيمسٽري، سنڌ يونيورسٽي، جو ڊائريڪٽر آهي.

**پنگرو-دريائي ٻوٽي** Trailing Eclipta (Eclipta Alba): هن ٻوٽي کي انگريزي ۾ Trailing Eclipta، لاطيني ۾ Eclipta alba Hassk، هندي ۾ ڀنگرو، گجراتي ۾ ڀينگرو ۽ سنسڪرت ۾ ڀانگرو- ڀرنگا چيو ويجي ٿو هي سورج مکي، جهڙي مرڪبي Compositae آڪهه مان آهي. پوسل وارن هنڌن تي ٿيندي آهي.



هي ٻوٽو ٻن قسمن جو ٿئي ٿو. هڪ اڇو ۽ ٻيو ڪارو. هن جا پن هڪٻئي جي سامهون 4 سينٽي ميٽر ڊگها ٿين ٿا. هن جي گلن جو منهن اڇو هوندو آهي. سنڌ ۾ ٻين علائقن ۾ عام جام ٿئي ٿو.

**پنگري**: هي هڪ عجيب قسم جو ٻوٽو آهي. هن جي ڏانڊين جي وچ ۾ ٻن ۽ انهن سان گڏ هڪ قسم جي ٻاجهري، جي سنگ وانگر ٻه اڍائي انچ قد ٿيندو آهي. اهو قد سيتاڦل جي نموني نظر ايندو آهي ان ۾ داڻا داڻا ٿيندا آهن. ۾ هر هڪ داڻو پردن اندر لڪل هوندو آهي ۽ اهي سنگ ۾ جوڙاري ڳتيل هوندا آهن. هر هڪ داڻي جي پردي جي جوٽي سنهي نوڪدار ٿيندي آهي. جا ڪنڍي وانگر هوندي آهي. هي فوت ڪن ڏکهو ٿئي. سائي پنگري اٺ، ٻڪرين ۽ رڍون کائينديون آهن. سڪڻ بعد مال ڪرڻ کائي.

**پنگري/ پونگري**: ڀانيپ جي نموني، نڪر جي نلقي، جيڪا تماڪ ڇڪڻ ۾ ڪم ايندي آهي. گهڻو ڪري سنڌ ۾ عام موالي ۽ ڪولهي پنگري ڪم آڻيندا آهن.

**پنگريا**: هڪ ذات جو نالو جيڪي اڪثر حيدرآباد، ٺٽي ۽ لاڙڪاڻي ضلعن ۾ رهندڙ آهن.

**پنگڙا** (ناچ): هي پنجابي عوامي ناچ آهي. جيڪو اڄ هندستان ۽ پاڪستان جي پنجاب واري حصي ۾ نچيو ويجي ٿو. هن ناچ سان گڏ ڪي ٻول ٻه هوندا آهن. جيڪي ڳايا آهن. مک ناچوهٽ ۾ چمٽو ڪئي. ان کي ڍهل جي سنگت ۾ وڄائيندو آهي. هي ناچ گهٽ ۾ گهٽ پنج ماڻهو ڪري سگهندا آهن. هن ۾ شامل سازن ۾ چمٽو، ايڪتارو، ڍهل، ڪڏهن ڪڏهن ٻولڪي ۽ هائي طبلو ۽ ڪڏهن ڪڏهن بانسري ٻه وڄائي ويندي آهي. هي مردن جو ناچ آهي. پر هن ۾ هائي



عورتون ٻه حصو وٺن ٿيون. شروعات ۾ هن ناچ ذريعي پنجاب جا عوامي قصا ڪٿي ٻڌايا ويندا هئا. پر وقت گذرڻ سان گڏ هن ۾ ڪافي تبديليون آيون آهن. پنگڙا کي راڳ، ڊسڪو جنگل، ٽيڪنو وغيره طرزون شامل ڪري جديد بنايو ويو آهي. هي ناچ نوجوانن ۾ تمام گهڻو مقبول آهي. ناچ ۾ جوش ۽ جذبو ڏسڻ وٽان هوندو آهي. هن کي مشرقي پنجاب جي سکن ڳائي وڄائي نچي هائي يورپ، دنيا ۾ مقبول بنائي ڇڏيو آهي ۽ هن وقت دنيا ۾ جتي جتي پنجابي رهن ٿا، اتي هن ناچ کي وڏي اهميت آهي. هي خوشي ۽ جوش جو ناچ آهي. عالم لوهار ۽ سندس پٽ عارف لوهار هن ناچ جا مشهور فنڪار ٿي گذريا آهن. پر اهي ڪلاسيڪي انداز ۾ هي، ناچ ڪندا رهيا آهن. پر جڏهن انگريزي موسيقي کي پنگڙا ناچ ۾ شامل ڪيو ويو آهي ته دلدار مهدي، ابرارالحق، امر سنگھ، اشوڪ مستي، بابو مان، بلڪار سنڌو، دلجيت، گرداس مان ۽ ٻيا سوين فنڪار ڳائڻ سان گڏ پنگڙا ناچ ڪن ٿا.

**پنگو/ پنگو**: هڪ ذات جو نالو.

تعلقي فيض گنج ۾ هڪ ديهه ۽ ڳوٺ جو نالو.

- پنگو يا پونگي ڪڪائين. ڪچي گهر کي ٻه چئبو آهي.

**پنگو ٻهڻ**: تعلقي فيض گنج ضلعي خيرپور ۾ هڪ ديهه جو نالو ديهه "پنگو ٻهڻ" ۾ 'پنگو' ۽ 'ٻهڻ' ٻه ڌار ڌار ڳوٺ آهن ۽ گڏيل نالي سان سڏجن ٿا. ڇوڙ اهي حد بندي، ۾ گڏجي ويا آهن مشهور شاعر ۽ ڪسٽم ڪليڪٽر "عدنان" علي شير ٻهڻ ٻه هتان جو رهاڪو آهي.

**پنگي**: هڪ ذات جو نالو اصل مارواڙي ۽ گجراتي آهن. شهرن ۾ رهندا ۽ نوڪري ڪندا آهن. شهرن جي صفائي ڪرڻ ۽ گند ڪچرو ميڙڻ سندن ڪم آهي. انهن مان هاڻي ڪيترا تعليم حاصل ڪري ٻين نوڪرين ۾ ٻه ڳهويا آهن.

**پنگي ڪلهوڙو**: تعلقي ڏرڪري، ۾ هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: محراب ڪلهوڙو، گهنور ڪلهوڙو، ساتول ڪلهوڙو، جمال ڪلهوڙو، احمدڪلهوڙو، ترڪ علي بروهي، غازي ميشوري، ڏاتر ميشوري، ڦلو شيخ، رمضان ڪلهوڙو، اسٽيشن ٻاقراڻي، پتي بروهي، فاضل ڪلهوڙو، مراد مشوري، ڪمال منگلو ٻير وڏل شاهه، چتو بروهي ۽ جتوئين جا گهر عرف عمراڻي.

**پنوسر**: تعلقي ڪنري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: ملوڪ ڀهوڙ، گل حسن هاليپوٽو، عبدالغفور ڀهوڙ، اوطاق حاجي حميد، حاجي محمد صالح پنهور، اوطاق عبدالله، اوطاق محمد الياس ۽ اوطاق صندل خان قائمخاني.

**پنيان**: ڪوٽڙي تعلقي جي هڪ شهر ۽ ڳوٺ جو نالو. 'پنيان' آڳاٽو دريائي بندر هو هاڻي هن شهر کي درياهه ٻائي ويو آهي. جنهنڪري هن جو نالو نشان ٻه نه رهيو آهي. شهر جون پٽاهون ٿي پائجي ويون. پنين جا ماڻهو لڏي سيد منظور شاهه جي نالي "منظور آباد" شهر بڏي ويٺا آهن. جيڪو انڊس هاءِ وي تي ڪاٺوٽ جي ويجهو آهي. هتي مغل ذات جا سنڌي. ٻوٽن ۽ جتين جا سنا ڪاريگر ٿي گذريا آهن. جيڪي جتين تي زري، جو ڪم ڪندا هئا ۽ زنانيون جتيون زري، تي ناهيندا هئا. شهر جي موچين جو مال حيدرآباد ۽ هالا جي دڪاندارن جو ٻولپل هوندو هو پنين ۾ چمڙي جي رڳاوٽ جو ڪم ۽ ڪاٺ جي ڪرسين، ميزن، کٽن، کٽن ۽ پلنگن جو ڪم سٺو ٿيندو هو. خاص ڪري ڪجاون ۽ پلنن جو ڪم، پسندي، جهڙو ٿيندو هو گيهه، ماکي، ۽ سرنهن جي تيل جو واپار ٻه هن شهر سان ٿيندو هو هن شهر ۾ گهاڻا ٻه ڪافي هوندا هئا. مجت جون ڪانيون. سرنهن ۾ پيڙڻ وقت وجهندا هئا ته تيل ڳاڙهو ٿيندو هو. پنين جي ڪناري تي شيو مهراج جو هڪ مندر هو. جنهن ۾ ڦڳڻ مهيني ۾ شيو جو ميلو لڳندو هو جنهن تي ٻاهرين ماڻهن جون ٻيڙيون پرچي اينديون هيون ۽ وڏو ميلو لڳندو هو.

**پنيان پٽڻ**: پنيان پٽڻ سنڌو، جو وڏو پٽڻ رهيو آهي ۽ سنڌو، جي پراڻن بندرن مان آهي. پاڪستان قائم ٿيڻ کانپوءِ ٻه هي، پٽڻ موجود هو پنيان شهر کي ماضي قريب ۾ درياهه شاهه پاتو جو ٻوءِ ريلوي جي لوهه پاسي درياهه جي بندر کي ڇڏڻ ڪان پوءِ منظور آباد شهر هاءِ وي جي اوير ۾ سيد منظور شاهه جي نالي سان ٻڌرايو ويو آهي. پنيان پٽڻ ٻوءِ ٻه منظور آباد جي سامهون پٽڻ جي حيثيت

۾ قائم ڏائم آهي ۽ اوراڙ، ٻرار لاءِ چڱو وڻندڙ ٻيٽ آهي. هن ٻيٽ جي ڪافي آمدني ٿيندي هئي. ڏاڙيلن جي اچ وڃ سبب هي ٻيٽ ڪجهه وقت لاءِ بند ڪيو ويو هو. بعد ۾ ضلعي ڪائونسل ٽه ماهيءَ کي ٻيٽ نيلام ڪري ڏنو.

**ٻُنڍيٽي مک يا گھوڙي مک** (Gadfly): هي هڪ وڏي ڪاري ۽ رت چوسيندڙ مک آهي. جنهن کي "گھوڙي مک" چون ٿا. هن جا پَروڏا ۽ اکيون چمڪندڙ ٿين ٿيون. هي ٻُنڍيٽي مکيون چوپائي مال تي مئي- سيپٽمبر جي مهينن دوران حملو ڪنديون آهن.

**ڀَواني**: ڪراچي، ڪان لس ٻيلي ڏانهن ويندڙ رستي تي هڪ منزل جو نالو. هندن جي عقيدي موجب "ڀواني" شِو مهراج جي استري، (مها ديوي، پاروتي) جو نالو آهي. ڀواني ديوي، جي نالي تي ٺڪرن ۾ ڄڻن ۽ مٿرن جي ڀوڪ جو رواج هو هندن جي هڪ رسم موجب اسو ۽ چيٽ جي ٻهرين نون ڏينهن ۾ ڀواني ديوي، کي راضي رکڻ ۽ پوڄا لاءِ ورت رکيو ويندو هو. جنهن کي "ڀواني، جا ايڪيهڻا" چوندا آهن.

**ڀواني شنڪر** (پکاوج نواز): ڀواني شنڪر سال 1950ع ۾ جنم ورتو. سندس والد ٻاٻو لال ڪٿڪ هو ٻاٻو لال ڪٿڪ ناچ جو تمام وڏو فنڪار ٿي گذريو آهي. هن پنهنجي پيءُ کان پکاوج جي تعليم ننڍي لاڪر ورتي ۽ هن وقت دنيا ۾ پکاوج وڄائڻ وارن چند ماڻهن مان هڪ آهي. ڀواني شنڪر پکاوج ۾ ڪيترائي نوان تجربا ڪيا.



جنهنڪري استاد ذاڪر حسين کيس گذارش ڪئي ته هو سندس ٽيم ۾ داخل ٿئي هو ڊريد وڄائڻ ۾ خاص مهارت رکي ٿو هونئن عام طرح پکاوج تي ڊريد وڄائڻ تمام اوکو ڪم آهي هن شِو ڪمار شرما ۽ پنڊت هري پرساد چورسيه (جيڪو پنا لال کان پوءِ وڏي ۾ وڏو بانسري نواز آهي) سان به سنگت ڪئي آهي پنهنجي دور جي پکاوجين استاد طالب حسين، مائڪ منڊي، راڄا ڇترپتي سنگهه ۽ اکليش گونديجا وارن ۾ مٿاهون مقام رکي ٿو.

**ڀوايا**: هڪ ذات جو نالو.

**ڀوبينسور** (Bhubaneswar) (شهر): ڀوبينسر اوڙيسا رياست جي گادي، جو هنڌ ۽ هندستان جي وڏن شهرن مان آهي. جيڪو "15 '21 اتر ويڪرائي ڦاڪ 85° '15 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي، سمنڊ جي سطح کان 45 ميٽر اوچائي تي واقع آهي. هي شهر مذهبي اڏاوتن خاص طور تي مندرن جي ڪري سڄي دنيا ۾ مشهور آهي هن وقت به هتي 500 مندر سالم حالت ۾ موجود آهن. ٽي هزار سال پراڻي تاريخ رکندڙ هي شهر ڪنهن سمي ڪلنگا (ڏسو: ڪلنگا) جي گادي، جو هنڌ هو هتي ئي اشوڪ اعظم ۽ ڪلنگا جي وچ ۾ 200 ق. م ۾ تاريخي جنگ لڳي هئي. جنهن جي نتيجي ۾ اشوڪا جي سلطنت قائم ٿي. هي پراڻي زماني ۾ اوڊر ديش' ڪري سڏبو هو هن وقت هندستان جو تمام وڏو صنعتي شهر ليکيو وڃي ٿو جڏهن ته ڪمپيوٽر ٽيڪنالاجي، جي حوالي سان هي شهر هندستان جي ڀوپال، حيدرآباد ۽ لڌياڻ کان پوءِ وڏي ۾ وڏو شهر ليکجي ٿو ورلڊ بئنڪ جي رپورٽ موجب ڪاروباري لحاظ کان هندستان جو ٽيون نمبر وڏو شهر آهي هتي ڪيترائي صنعتي پارڪ (Parks) قائم ڪيل آهن جن مان آءِ ٽي پارڪ (I.T. Park)، انفوسسٽم ۽ ستيام ڪمپيوٽر سروس لميٽڊ، ايڪسپورٽ پروموشن انڊسٽريل پارڪ (EPIP) وغيره مشهور آهن. کنڊاگري (Khandagiri) جي پرسان قائم ڪيل آءِ ٽي پارڪ ۾ 5000 ماڻهو هڪ ئي وقت تربيت وٺي سگهن ٿا. هن شهر کي پنهنجي الڳ ريلوي اسٽيشن آهي. جڏهن ته بجو پٽنائڪ (Biju Patnaik) نالي سان هڪ ايئرپورٽ به آهي ريل توڙي هوائي رستي سان هي شهر هندستان جي سڀني وڏن شهرن سان ڳنڍيل آهي. تعليمي لحاظ کان هتي هيٺيان ادارا ڪم ڪري رهيا آهن. (1) زاويئر انسٽيٽيوٽ آف مينيجمينٽ (Xavier Institute of Management) سڄي هندستان جو مينيجمينٽ جو وڏو ادارو آهي. (2) اتڪال (Utkal) يونيورسٽي، (3) دي انسٽيٽيوٽ آف فزڪس، (4) انڊين انسٽيٽيوٽ آف ٽيڪنالاجي (5) نيشنل انسٽيٽيوٽ آف سائنس ايجوڪيشن اينڊ ريسرچ (NISER)، (6)انسٽيٽيوٽ آف ميٿميٽڪس اينڊ ايپليڪيشنس (IMA)، (7) آءِ ٽي ڀوبينسور، (8) اوڙيسا يونيورسٽي آف ايگريڪلچر اينڊ ٽيڪنالاجي وغيره ان کان سواءِ به هتي 200 کان مٿي پرائيويٽ ادارا تعليم جي ميدان ۾ اهم ڪردارادا ڪري رهيا آهن. 2000ع ۾ هتي جي ڪل آبادي 19000000 (هڪ ڪروڙ نوي لک) هئي. جنهن ۾ 56 سيڪڙو مرد ۽ 44 سيڪڙو عورتون هيون. 2001ع جي هڪ رپورٽ موجب تعليم جي شرح 79 سيڪڙو آهي. هتي جي ٻولي اوريائي (اوڏکي) آهي. ۾ مارواڙي، پنجابي، بنگالي ۽ تيلگو زبانون به ڳالهايون وڃن ٿيون سڄي اوڙيسا صوبي وانگر هتي به گهڻي ڀاڱي جڪننات جا پوڄالڳ موجود آهن.

جيئن ته هي مندرن جو شهر آهي ۽ هتي هر مذهب جا مندر جهجهي تعداد ۾ موجود آهن. جن مان ڪن اهم مندرن جو وچور ڏجي ٿو: (1) سڀ کان مشهور ۽ خوبصورت مندر لنگراج (Lingraj) آهي. جيڪو وڏي چوديواري اندر محفوظ



آهي. هي شِو جو مندر آهي. جيڪو زميني سطح کان 55 ميٽر اوچو آهي. هتي غير هندو ماڻهن کي اچڻ جي منع ٿيل هئي. پر انگريزن جي دور کان وٺي سياحن کي اجازت ڏني وئي آهي. (2) پورلسورا ميسوارا مندر (Purasura mesvara Temple)، (3) مڪتيسوارا مندر (Muktesvara Temple)، (4) راڄا راڻي مندر (Raja Rani)، (5) ويٽال مندر (Vaital Temple)، (6) برهميسوارا مندر (Brahmesvara Temple)، (7) ميگهيشوارا مندر وغيره ان کان سواءِ ڪجهه نوان مندر به ٺهيا آهن.

ڀوبينسور کان اٺن ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي جين ڌرم وارن جون غارون آهن. جيڪي کانديگري (Khandagiri) ۽ اڌياگري جي ٻهاڙن ۾ آهن. هنن غارن ۾ اندر ڇت ۽ اُکر جو ڪم ٿيل آهي. تحقيق موجب اهي ماڳ 2 (ٻئين) صدي ق.م جا آهن. انهن مان هڪڙي کي راڻي غفا ۽ ٻئي کي هاٿي غفا ڪري سڏين ٿا.

ڀوبينسور کان 8 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي ڌائولي گري (Dhauligiri) نالي ماڳ آهي. جتي اشوڪ اعظم سان 261 ق. م ۾ وڏي جنگ لڳي هئي. انهي جنگ ۾ تمام گهڻا ماڻهو مارجي ويا هئا. اها رتوڇاڻ ڏسي اشوڪ اعظم کي

جنگ کان نفرت ٿي پئي. حالانڪ هُو فاتح هو، پر پوءِ انساني رت جي هن رائد کي نفرت جي نگاهه سان ڏسندي ٻڌ ڌرم اختيار ڪيائين.

**پوپر**: تعلقي شهدادپور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**پوٽ (قبيلو)**: پوٽ نالي قبيلو صادق آباد ۽ بهاولپور ضلعن ۾ رهي ٿو. هي تنديا زميندار ۽ هاريو ڪندڙ آهن. هي ٻن حصن ۾ ورهايل آهن. هڪڙا بلوچ سڏائين ۽ ٻيا جت. بلوچ سڏائيندڙ ٿورا آهن. جڏهن ته پوٽ جتن جو تعداد گهڻو آهي. پوٽ جت اپيرا قبيلي جي شاخ آهي. ڪي انهن کي پنهنجي قبيلي جي ذات به سڏين ٿا. هڪ روايت آهي ته اهي سنڌ جي سمن مان آهن.

**پوٽ**[2]: ڪوهستان جي هڪ مشهور قبيلي جو نالو آهي. جنهن جو سردار پوٽائي، دريجيءَ ۾ رهندو آهي. پوٽ ذات جا ماڻهو بدين ۽ ميرپورخاص ضلعن ۾ به رهن ٿا. جن مان ابراهيم پوٽ مشهور ماڻهو ٿي گذريو آهي.

**پوٽ**[3]: غيبات کي ٻڻ پُوٽ چيو ويندو آهي. هڪڙي خيالي پراڻي هستي (جن، ديو، ڀُت). مثل ماڻهوءَ جي ديهجاريندڙ روح کي به پوٽ چوندا آهن.

**پوٽ**[4]: هندن جي مهيشوري برادريءَ جي هڪ نُک.

**پُوٽ**[5] (ڪتاب): هن نالي سان هڪ ڪتاب احمد چاڳلا جو ترجمو ڪيل آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب جو جلد ڪچو آهي. جنهن ۾ 56 صفحا آهن. ڇاپيو پهريون. سنڌي ادب لاءِ مرڪزي صلاحڪار بورڊ ڪراچيءَ، سال 1948ع ۾ ڇاپيو.

**پوٽار**: هيءُ لفظ اصل ۾ "براهوي" ٻوليءَ جو آهي. جيڪي زمين جي مالڪ يا زميندار لاءِ "پوٽار" طور استعمال ڪندا آهن. اصل ۾ "پوٽار" ڳوٺ جو اهو شخص ٿيندو آهي. جيڪو سڄي ڳوٺ جي ڍل وصول ڪري، سرڪاري خزاني ۾ جمع ڪرائي. اتر سنڌ ۾ معزز شخصيت کي به "پوٽار" چوندا آهن. خاص ڪري جيڪب آباد، سکر ۽ لاڙڪاڻي ضلعن ۾ قومي سردارن يا معزز شخصن لاءِ هي عزت وارو خطاب آهي.

**پُوٽائي**: ڪوهستان ۽ لس ٻيلي جو هڪ قبيلو. جيڪو سندن وڏي جي نالي (پوٽ) پويان سڏجي ٿو لسٻيلي ۽ ڪوهستان جي اڪثر پوٽائين جو رهڻو واپاري تڙي سماجي، ڪراچيءَ سان آهي. ٺٽي ۽ ڪراچيءَ جي لي مارڪيٽ ۾ پوٽائي گهڻا رهندا آهن ۽ واپار ڪندا آهن. پوٽائي هن وقت بلوچستان جي حڪومت ۾ به آهن.

**پوٽائي، محمد اسلم**: بلوچستان جي هائوس اسپيڪر محمد اسلم پوٽائي، 2 آڪٽوبر 1960ع تي دريجي، ضلعي لسٻيلي ۾ جنم ورتو. سندس والد جو نالو سردار اميد علي پوٽائي آهي. 1982ع ڌاري هن ڪراچي يونيورسٽيءَ مان گريجوئيشن ڪئي.



هن باقاعدي سياست ۾ حصو وٺڻ لاءِ، پاڪستان مسلم ليگ (ق) ۾ شموليت حاصل ڪئي ۽ 2002ع وارين عام چونڊن ۾ هو لسٻيلي جي تڪ پي بي-45 تان ايم. پي. اي چونڊجي آيو. جڏهن ته 2008ع واري اليڪشن ۾ هن ٻيهر ڪاميابي ماڻي ۽ 'هم خيال گروپ' جو پارلياماني ليڊر چونڊيو ويو. هن وقت هو بلوچستان اسيمبليءَ جو اسپيڪر آهي. اسلم پوٽائي ڪيترن ئي ملڪن جا ذاتي ۽ سرڪاري دورا ڪيا آهن. هو سنڌي، اردو ۽ بلوچي ۽ انگريزي ٻوليون ڳالهائي ٿو.

**پوٽ پوٽ (گهريلو ناٽڪ)**: هي هينري ابسن جي انگريزي ناٽڪ جو ترجمو آهي. جنهن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ناماري ليکڪ هريڪانت جيٺواڻيءَ ڪيو آهي. هن ڪتاب کي ساهتيه اڪيڊمي نئين دهليءَ، باران 1988ع ۾ ڇاپيو ويو. هن جلد ڪچي واري ڪتاب جي قيمت 20 رپيا آهي.

**پوٽڙا**: بدين ۽ کپڙوت جي پرسان هڪ ڳوٺ. منجهس لاکا، ميمڻ ۽ هندو رهندا هئا. جيڪي وڏا واپاري هئا. ويجهي دور ۾ حاجي محمد بچل ميمڻ هن ڳوٺ جي مشهور شخصيت هو جڏهن ته ڪلهوڙن جي دور ۾ لالا موهن لال پوٽڙو هتان جو وڏو عالم ۽ تاريخدان ٿي گذريو. جنهن "تکيران سنڌ" نالي ڪلهوڙن جي تاريخ عطر خان ڪلهوڙي جي چوڻ تي لکي هئي. جيڪا پنجاب جي عباسين (ايس. ايم. عباسي سنڌ جي اڳوڻي گورنر) وٽ محفوظ آهي. هن ڳوٺ سان لڳ ئي کپڙوت جو مشهور تاريخي ڳوٺ ڦٽل حالت ۾ موجود آهي. هن نالي واري ديهه ۾ بلوچ، پوٽڙا ۽ وليداد شاهه جا پٽ ڳوٺ موجود آهن.

**پوٽڙا ڍنڍ**: هي ڍنڍ ضلعي ڄامشوري جي تعلقي سيوهڻ ۾ پوٽڙا ڳوٺ جي پرسان آهي. هن ڍنڍ ۾ پيڙهيون به موجود هونديون هيون. هاڻي به هن ڍنڍ ۾ مڇيءَ جو شڪار ڪيو ويندو آهي.

**پُوٽا**: تعلقي شهدادڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**پوٽان**: پوٽان ڏکڻ ايشيا جو هڪ ملڪ آهي. جنهن جون سرحدون چين ۽ هندستان سان ملن ٿيون. هن ملڪ جي پکيڙ 18,000 چورس ميل يا 47,000 چورس ڪلوميٽر آهي. هن ملڪ جي آبادي لڳ ڀڳ 15 لک ماڻهن تي مشتمل آهي. پوٽان جو دارالحڪومت "ٿمپو" آهي. هن ملڪ ۾ ٻڌ ڌرم ۽ هندو ڌرم جا ماڻهو رهن ٿا. ملڪ جي ايراضيءَ جو وڏو حصو پهاڙي آهي. جنهن ۾ ڳوٺ ۽ شهر به آهن ته پوک به ٿئي. هن ملڪ سان هماليه جبلن جو سلسلو به ڳنڍيل آهي ۽ ڪيترين ئي نديون آهن. جيڪي




سڄي ملڪ کي زرخيز ڪن ٿيون. هيءُ ملڪ غذائي لحاظ سان پاڻيرو آهي. ننڍي کنڊ ۾ انگريزن جي قبضي وقت پوٽان ۽ هندستان ۾ مختلف ناهه ٿيا. ان سلسلي ۾ پهريون ناهه 1947ع ۾ عمل ۾ آيو. انهن ناهن هيٺ پوٽان کي داخلي خودمختياري ۽ آزاديءَ جي ضمانت ڏني وئي. پر پرڏيهي معاملا برطانيا جي هٿ ۾ رهيا. 1949ع ۾ ڀارتي حڪومت به پوٽان سان ساڳئي قسم جو معاهدو ڪيو. 24 جولاءِ 1972ع تي پوٽان جي تخت تي "جگمي سنگي وانگ چوڪ" حڪمران ٿي ويٺو. جيڪو روحاني ۽ مذهبي پيشوا پڻ هو. سندس 2 جون 1974ع تي تاجپوشي ٿي. پوٽان 1971ع ۾ اقوام متحده جو ميمبر ٿيو هو، سارڪ ملڪن جي تنظيم جو پڻ ميمبر آهي. هتي گلترم سڪو رائج آهي. پوٽان جي دفتري زبان "زونکا" آهي.

**پوپيا**: ٿر ۾ رهندڙ لکرن جي هڪ نُک.

تعويذ سڳا ڪندڙ عاملن کي پڻ پوپيا چيو ويندو آهي. (وڌيڪ ڏسو: پوپي)

**ڀوپال**: ڀوپال شهر، هندستان جي مڌيه پرديش صوبي ضلعي ڀوپال جي گاديءَ جو هنڌ آهي. هي شهر هندستان جي سرسبز شهرن ۾ سندس شمار ٿئي ٿو ۽ هن کي ڍنڍن جو شهر به سڏيو ويندو آهي. هي شهر پرمار راجا ڀوج (1000-1055ع) جو ٻڌايل آهي. جيڪو سندس نالي ڀوپان سڏجڻ لڳو. راجا ڀوج جي وقت ۾ هن شهر پنهنجو عروج ڏٺو. ۾ سندس ديهانت کانپوءِ جهڙو ڪر هي شهر مٽجي ويو.

اورنگزيب جي وفات (1707ع) کان پوءِ انهن ئي ڀڏن تي دوست محمد نالي هڪ افغان، هن شهر کي ٻيهر آباد ڪيو. جنهنڪري هن شهر تي اسلامي ثقافت جو گهرو اثر رهيو. پراڻي ڀوپال جا آثار اسلام نڳر جي نالي سان اڄ به موجود آهن. گڏيل هندستان ۾ هي ٻيو نمبر وڏي ۾ وڏي رياست ليکيو وڃي ٿو. هتي 1819ع کان 1906ع تائين چئن راڻين جي حڪومت رهي. قصيده بيگم، ڀوپال رياست جي پهرين حڪمران راڻي هئي؛ ان کان پوءِ سڪندري بيگم؛ ان کان پوءِ شاهجهان بيگم ۽ آخري حڪمران راڻي ڪيسرو جهان بيگم هئي. راڻين جي هڪ ٻئي سان جتنا ڀيٽي ڀوپال جي ترقي ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو. جو هتي هندستان جي ٻين رياستن کان گهڻو اڳ ٽپال جو سنڌريل سرشتو، ريلوي جو نظام، پيئڻ جي پاڻيءَ جو سرشتو قائم ٿيو. ان کانسواءِ به ڪيترائي اڏاوتي ڪم هنن راڻين جي دور ۾ تڪميل تي پهتا. جيڪي اڄا به پنهنجي جاهه و جلال سان پنهنجي بهترين ماضيءَ جو ڏيک ڏئي رهيا آهن. 1907ع ۾ هتي ميونسپل ڪاميٽي قائم ٿي.

هندستان جو ورهاڱو ٿيڻ جو 1947ع ۾ ٿيو. ۾ ڀوپال، بهرين مٿي 1949ع تائين پنهنجي رياست واري حيثيت سان برقرار رهيو. هتي سنڌ کان لڏي آيل هندن کي ٻڻ آباد ڪيو ويو. 1956ع ۾ هند سرڪار باقاعدي هن جي رياستي حيثيت هڪ حڪم ذريعي ختم ڪري ڪيس مڌ پرديش پرڳڻي سان ملائي. ان کي سندس گاديءَ جو هنڌ بڻايو ۽ ضلعي جي حيثيت ڏني.



اسي واري ڏهاڪي ۾ هن شهر ۾ هڪ افسوسناڪ سانحو پيش آيو هو. 3 ڊسمبر 1984ع تي يونين ڪاربائيڊ ڪارپوريشن جي پلانٽ مان اوچتو ڌماڪي سان 32 ٽن گئس خارج ٿيڻ جو وڏو حادثو ٿيو جنهن ۾ ارڙهن هزار ماڻهو مري ويا. اهو دنيا جي صنعتي حادثن ۾ وڏي ۾ وڏو حادثو ليکيو وڃي ٿو انهيءَ حادثي نه رڳو هندستان پر پوري دنيا کي چرڪائي وڌو.

ڀوپال، هندستان جي وچ ۾ ونڌيا جابلو سلسلي جي اتر ۾ مٿئين پاسي، سامونڊي سطح کان 1637 فوٽ مٿي آهي. شهر جي اندر ۾ ڪٿي ڪٿي ٽڪريون به نظر اچن ٿيون. هتي ٻه وڏيون ۽ تمام خوبصورت ڍنڍون شهر جي سونهن بڻيل آهن. جن کي ڀوج ويٽ لينڊ (Bhoj wet Land) جي نالي سان ياد ڪيو وڃي ٿو عام طور هنن کي وڏو تلاءُ ۽ ننڍو تلاءُ سڏيندا آهن. وڏو تلاءُ يا ڍنڍ روايتن موجب ڀوج راجا جي ٺهرايل آهي جيڪا 361 چورس ڪلوميٽرن تي پکڙيل آهي. جڏهن ته ننڍو تلاءُ 9.6 چورس ڪلوميٽرن جي پکيڙ رکي ٿو.



ڀوپال جو شهر ڇهن مکيه حصن ۽ 75 سيڪٽرن ڀاڱن ۽ وارن علائقن ۾ ورهايل آهي. هن جا خاص علائقا نئون شهر ۽ پراڻو شهر ڪري سڏجن ٿا. شهر ۾ ڪيترائي بجليءَ جي سامان ٺاهڻ جا ڪارخانا، ڪپهه تاڻڻ جون فيڪٽريون، زيورن ٺاهڻ جا ڪارخانا ۽ ٻيون صنعتون لڳل آهن. هتان جو پرت ۽ ٻٽون سڄي هند ۾ مشهور آهن.

ڀوپال شهر ۾ 550 سرڪاري اسڪول آهن. جيڪي مڌيه پرديش بورڊ آف سيڪنڊري ايجوڪيشن سان لاڳاپيل آهن. ان کانسواءِ ٻيا به ڪيترائي غير سرڪاري ادارا تعليم جي ميدان ۾ ڪم ڪري رهيا آهن. هتي ئي مشهور انجنيئرنگ ڪاليج "مولانا آزاد نيشنل انسٽيٽيوٽ آف ٽيڪنالاجي" آهي. جيڪو 1960ع ۾ قائم ڪيو ويو هو هن ڪاليج کي قومي حيثيت حاصل آهي. ان کانسواءِ به هند سرڪار هتي "انڊين انسٽيٽيوٽ آف سائنس ايجوڪيشن اينڊ ريسرچ" ۽ ٻيو اهم ادارو "اسڪول آف پلاننگ اينڊ آرڪيٽيڪچر" (SPA) 2009ع ۾ قائم ڪيا آهن ان کان علاوه صرف انجنيئرنگ جي تعليم ڏيڻ لاءِ هتي 70 نجي ادارا ڪم ڪري رهيا آهن. برڪت الله يونيورسٽي سان لاڳاپيل گانڌي ميڊيڪل ڪاليج به هن ئي شهر ۾ آهي. جنهن جي اسپتال ڀوپال گئس سانحي ۾ وڏيون خدمتون سرانجام ڏنيون. ڀوپال شهر سافٽ ويئر انجنيئرنگ جي ڪري به مشهور آهي.

ڀوپال، مڌيه پرديش پرڳڻي جي گاديءَ جو هنڌ هئڻ ڪري هتي اسٽيٽ ليجسليٽو اسيمبلي ڪم ڪندي آهي. جنهن ۾ 230 ميمبر چونڊجي ايندا آهن. ڀوپال ضلعي جا چونڊن ۾ 7 ميمبر چونڊجي ايندا آهن ۽ ڀوپال کي ميونسپل ڪارپوريشن جو درجو حاصل آهي.

285 ڪلوميٽرن ۾ پکڙيل ڀوپال ميونسپل، ڪل 66 واردن ۾ ورهايل آهي. جنهن جا الڳ الڳ مقامي نمائندا چونڊيل آهن. شهر ۾ خوبصورت ۽ جديد ريلوي اسٽيشن ۽ هوائي اڏو ٺهيل آهي. ڪيترين ئي ريل گاڏيون هتان روز اچن وڃن ٿيون. هوائي اڏو راجا ڀوج جي نالي منسوب ٿيل آهي. ڀوپال ۾ سمورا اسلامي تهوار ۽ هندو ڏڻ هڪ جهڙي جوش ۽ خروش سان ملهايا وڃن ٿا. هتي ڀارت ڀون نالي وڏو ثقافتي مرڪز ٺهيل آهي. هتان

جي مشهور ماڳن مڪانن ۾ ڀوجپور شو مندر، سانچي ٻڌن جو وهارو، ڀيم بيٽڪا ٽالي هزارين سال پراڻا ٺاڪرو اجها، جن تي قديم زماني جا چٽ چٽيل آهن. انهن کانسواءِ ڀوپال ۾ ڪيترا مندر، مسجدون ۽ محل ٺهيل آهن. مسجدن ۾ ايشيا جي وڏي ۾ وڏي مسجد 'تاج مسجد' به شامل آهي. گور محل، صدر منزل ۽ پراڻي قلعي جون عمارتون ڏسڻ وٽان آهن. ڀوپال هاڪي جي رانديگرن جي شهر طور به مشهور آهي. جو هتي عام طور اها ئي راند کيڏي ويندي آهي.

هتان جي مشهور شخصيتن ۾ ڀالي ووڊ جو مشهور اداڪار سيف علي خان سندس پيءُ منصور علي خان، هندستان جو اڳوڻو صدر شنڪر ديال شرما، اميتاب بچن جي گهر واري جيا ڀڏوري (جيڪا هاڻي جيا بچن جي نالي سان مشهور آهي)، مشهور فلم "شعلي" جو ليکڪ ۽ فلمي شاعر جاويد اختر، ٻارت ڀون سان لاڳاپيل مصور جي. سوامي ناٿ، مشهور هاڪيءَ جو رانديگر اسلم شير خان، جنهن 1975ع ۾ هاڪيءَ جو ورلڊ ڪپ کٽيو هو. بعد ۾ پارليامينٽ جو ميمبر به چونڊيو ويو هو. پاڪستان جو اڳوڻو پرڏيهي سيڪريٽري شهريار خان، مشهور شاعر ڪيف ڀوپالي ۽ پاڪستان جي ايٽمي توانائي جو بنياد رکندڙ ڊاڪٽر عبدالقدير به هتان جو رهاڪو هو. پاڻ اجا اسڪول ۾ هو ته سندس پيءُ پاڪستان لڏي آيو. ان کان سواءِ ناميارو اردو شاعر محسن ڀوپاليءَ جو جنم به هتي ٿيو هو. جيڪو بعد ۾ سنڌ لڏي آيو.

ڀوپال شهر ۾ ڪيترائي سنڌي هندو پڻ رهائش پذير آهن.

**ڀوپالي (راڳڻي):** ميءُ ڪلياڻ ٺاٺ جو اوڙو راڳ آهي. ان ۾ مڌم ۽ نکاد جا سُر نٿا لڳن. ان جو وادي سُر گنڌار آهي ۽ ڌيوت سموادي. جيڪڏهن ڌيوت کي وادي سُر تي ٽڪائي، مٿين سرن کي زور ڏجي ته "ديسڪار" ٿي پوندو. ڀوپاليءَ جو زور پوروانگ يا هيٺين سرن تي رهندو آهي. ديسڪار صبح جي وقت ۾ ڳايو ويندو آهي. هن جي آروهي: سارا ڳاپا ڌا سا ۽ امروهي: سا ڌ پا ڳا را سا آهي. جڏهن ته وادي سر: ڌيوت ۽ سموادي سر: رکب آهي. هن جي ڳائڻ جو وقت صبح آهي.

**ڀوپالي، محسن:** اردو زبان جي ناميارو شاعر محسن ڀوپاليءَ جي والد جو نالو حاجي محمد عبدالرزاق هو. هو 29 ڊسمبر 1932ع تي ڳوٺ سڪاليور ضلعي هوشنگ آباد، ڀوپال سينٽرل جيل انڊيا ۾ ڄائو. هن شروعاتي تعليم



حبيب مڊل اسڪول ۽ اليگزينڊر هاءِ اسڪول ڀوپال ۾ حاصل ڪئي. 1947ع ۾ والدين سان لاڙڪاڻي اچي ڪاٺيو. گورنمينٽ پائلٽ هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي ۾ 1948ع ۾ داخلا ورتائين. جتان 1951ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪيائين. گورنمينٽ ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻي مان انٽر 1954ع ۾ پاس ڪري وڌيڪ ٽن سالن جي ڪورس ڪرڻ لاءِ انجنيئرنگ ڪاليج ڪراچيءَ ۾ داخلا ورتائين. جتان 1957ع ۾ ڪورس پاس ڪرڻ بعد سنڌي ٻوليءَ جو محڪمه جاتي امتحان 1959ع ۾ پاس ڪيائين. ان کانپوءِ ايم. اي (اردو)، ٻي پوزيشن ڪراچي يونيورسٽي مان 1979ع ۾ ڪيائين.

محسن ڀوپالي صاحب 12 جون 1952ع تي سنڌ حڪومت جي تعميرات کاتي ۾ اوور سيئر طور ملازمت جو آغاز ڪيو ۽ 28 جولاءِ 1993ع تي ايگزيڪيوٽو انجنيئر جي عهدي تان رٽائر ٿيو. محسن ڀوپالي مختلف شعبن سان لاڳاپيل رهيو جنهن ۾ شاعري، صحافت، ادب، تنقيد، ثقافت ۽ رانديون شامل آهن. هو 1978ع ۾ گورنمينٽ پائلٽ هاءِ اسڪول جي هاڪي ٽيم جو ٻن سالن تائين ميمبر رهيو. ڪاليج جي مئگزين جو ايڊيٽر پڻ رهيو ان کان سواءِ جوائنٽ سيڪريٽري بزم ادب لاڙڪاڻو، سيڪريٽري بزم اقبال گورنمينٽ ڪاليج لاڙڪاڻو (54-1955ع)، علائقائي رائٽرس گلڊ جي مجلس عامله جو رڪن (62-1965ع)، ميمبر مرڪزي مجلس عامله رائيٽرس گلڊ (65-1970ع)، ميمبر صوبائي مجلس عامله رائيٽرس گلڊ (74-1980ع)، ڪنوينر مجلس يادگار اقبال (62-1968ع)، جنرل سيڪريٽري ايوان ادب ڪراچي (1965ع کان آخر تائين) ۽ ميمبر گورننگ باڊي آرٽس ڪائونسل ڪراچيءَ کان سواءِ جيئرمين ادبي ڪميٽي 1995ع شامل آهن. ڀوپالي صاحب لاڙڪاڻي ۾ ڪاليج دوران ڪيترن ڊرامن ۾ اداڪاري به ڪئي. جن ۾ "ڪشمڪش" (5 مارچ 1950ع)، "تعليم بالغان" (21 ڊسمبر 1956ع)، "ايڪ حمام ميں" (19 فيبروري 1958ع)، "آڳي مرزا" (28 فيبروري 1959ع)، "ڪنڊيري اجالي" (21 ڊسمبر 1959ع) قابل ذڪر آهن. ڀوپالي صاحب 1947ع کان شاعري شروع ڪئي ۽ 1948ع ۾ سندس شاعري مختلف رسالن ۾ شايع ٿيڻ لڳي.

سندس شاعريءَ، سفرنامن، ترجمن ۽ مضمونن جا هيٺيان ڪتاب ڇپيل آهن: (1) "شڪست شب" (1961ع)، (2) "جستجو جسته" (1969ع)، (3) "نظمانچي" (1975ع)، (4) "ماجرا" (1981ع)، (5) "حيرتون ڪي سرزمين" (آمريڪا ۽ ڪئناڊا جو سفرنامو: 1992ع)، (6) "مجموعه سخن" (1993ع)، (7) "منظر پتلي ميں" (1995ع)، (8) "رهگزار ڪي قول" (سنڌي شاعرن جي منتخب ڪلام جو ترجمو)، (9) "روشني تو ديئي ڪي اندر هي" (غزل ۽ نظم: 1996ع)، (10) "جاپان ڪي چار عظيم شاعر" (ترجمو: 1997ع) ۽ (11) "نقد سخن" (مضمون: 1998ع). هن جا ڪالم، شاعري ۽ سوين مضمون مختلف رسالن ۽ اخبارن ۾ ڇپيل آهن.

محسن ڀوپالي اردو ادب ۽ شاعريءَ جي دنيا ۾ هڪ قابل احترام نالو آهي. ڪيس نظم، غزل، قطعن ۽ هائيڪن لکڻ ۾ مهارت حاصل هئي. هن مختلف ملڪن ۾ منعقد ٿيندڙ ادبي ڪانفرنس ۽ عالمي مشاعرن ۾ ڪافي دفعا شرڪت ڪري مڃتا اوارڊ پڻ حاصل ڪيا. جهڙوڪ: ڪيليفورنيا پاران 8 ڊسمبر 1990ع ۾ اوارڊ. "دي لابي" پاران 27 آڪٽوبر 1992ع ۾ "جشن محسن ڀوپالي" اوارڊ. 24 اپريل 1994ع تي ايم. اي. جناح هائوس لنڊن ۾ "جشن تقريب ادبي اوارڊ". 30 اپريل 1994ع تي "بزم ادب و فن گلاسگو" پاران شيلڊ. 10 نومبر 1994ع شام همدرد. 13 جولاءِ 1996ع "نشان سپاس" ڀوپال لورز انٽرنيشنل فورم. سنڌ اسپيڪر اوارڊ 1997ع. اردو مرڪز نيويارڪ پاران جشن محسن 4 جنوري 1997ع جهڙيون اهم تقريبون آهيا ۽ اوارڊ شامل آهن. هو 1947ع کان 1971ع تائين لاڙڪاڻي جي ناتارا گهٽيءَ ۾ رهيو ۽ 1971ع وارن نسلي فسادن جي ڪري ڪراچي لڏي آيو ۽ اتي رهڻ لڳو. سندس وفات 18 جنوري 2007ع ۾ ڪراچيءَ ۾ ٿي.

**ڀُوپت:** روءِ زمين جو مالڪ، مهاراج. سنڌي نسب نامي جي روايت موجب "سيت" ۽ "لکيت" جي پاءِ ۽ سما قبيلي جي وڏي ڄاڄي جو نالو.

**پوپو:** سڄي سنڌ، پر خاص ڪري ۽ راجستان وارن علائقن ۾ هندو برادري، ۾ جادوگري، ۽ ٽوڻا ڦيڻا ڪندڙ ماڻهن کي "پوپو" چوندا آهن. پوپا اڪثر جادوئي طلسم، تعويذن ۽ ٽوڻن وارن عملن جي ڪري مشهور آهن. جن کي جديد سائنس ۾ غلط تصور ڪيو ويو آهي. سنڌ ۽ راجستان جي ڪيترن ئي علائقن ۾ پوپائي، جو رواج اڄ به عام آهي. سنڌ کان سواءِ هندستان، ملائيشيا، آفريڪا ۽ يورپ جي ڪن ملڪن ۾ اهي پوپا پنهنجي مخصوص طريقي سان اهڙن مريضن جو علاج ڪندا آهن، جن کي شڪ هوندو آهي ته



ڪين غيبات جو اثر آهي. پوپائيل جي علاج ڪرڻ واري عمل کي ٿر ۾ "پوپائي" چيو ويندو آهي. اهي پوپا پنهنجو مخصوص لباس پائي، وڏيون مالهائون ۽ مڻڪا ڳچيءَ ۾ وجهي، غيبي مريضن مان جنن ۽ روحن/ بدروحن جو سايو ڪڍندا آهن. سندن وار عورتن وانگر وڏا ۽ چڙيل هوندا آهن. اهو رواج هندن ۾ گهڻو آهي. پر مسلمان پوپن کي "عامل" چيو ويندو آهي. بنگالي عامل جيڪي ڪراچي، حيدرآباد ۽ سنڌ جي ٻين وڏن شهرن ۾ جادوئي علاج ڪندا آهن. تن جو وري طريقو ئي مختلف هوندو آهي. اهي عامل صرف جادوءَ تي ڀاڙيندا آهن. جڏهن ته ٿر ۽ راجستان جا هندو پوپا پنهنجن شاگردن ۽ دوستن سان ڪڏهن ٽولين جي صورت ۾ ڏوٿي، شوقيه ڪچهريون به مچائيندا آهن. ٿر ۾ ڀيل ذات جا پوپا وڌيڪ مشهور آهن. ڪي پوپا رات ويلي ڦقاهن، مڙهين، مندرن ۽ ٻين ديوتائن جي ڏيرين ۾ ڏوٿيندا آهن. جن ۾ ٻاپوءَ جا ڏيرا وڌيڪ مشهور آهن. ٻاپوءَ تي ٿر جا ٺڪر ۽ ڀيل ذاتين جا ماڻهو گهڻو اعتماد ڪن ٿا. جيڪي ماڻهو ٻاپوءَ جي ٻڙ جي سار سنڀال رکندا آهن ۽ جاترين کي پاڻ ۽ شفا لاءِ ڏاڳا وٺي ڏيندا آهن، تن کي وري ٻاپوءَ جا پوپا چيو ويندو آهي. ڪي پوپا جنتريون، مالهائون، اڪا ۽ سروٽا جانچي، وڃايل مال يا ٻين قيمتي شين جو ڏس پڻ ڏيندا آهن. ڪل وقتي ڪرڻ سان پوپل اهڙا ڏس ڪيترين ئي برادرين ۾ جهيڙا ڪرائڻ جو باعث به بڻجندا رهيا آهن. تنهن هوندي به پوپائي، جي عمل ۾ اڃا تائين ساڳيو ئي اعتبار برقرار آهي. جڏهن ته ميڊيڪل سائنس موجب اهي سڀ وهم ۽ وسوسا آهن ۽ اهي شيون اڪثر نفسياتي مرضن جو سبب بڻجنديون آهن.

مختلف تاريخي ڪتاب ۽ لوڪ روايتون ان پوپائي، ۽ جادوئي عملن جو آڳاٽي ۽ ان سڌريل دور سان لاڳاپيل هئڻ جو ڏس ڏين ٿا. انساني زندگيءَ جي ان شروعاتي دؤر ۾ خواب ۾ ايندڙ مري ويلن جي ڏيکاري ڏين ۽ انهن کي ريجهائڻ لاءِ سندن نِنڊڙا نيوتا ڏاهي. انهن جي پوڄا ڪرڻ شروع ڪئي وئي. اٿين ٻتن ۽ ڏيورين جي پوڄا شروع ٿي. انهن کي راضي ڪرڻ لاءِ مختلف جادوئي عمل ڪري، حيلا هلائي. انهن کي ريجهائيندا هئا. اٿين انهن جادوئي ۽ ٽوڻي ڦيڻي وارن عملن به ان دور ۾ جنم ورتو.

پوپائي، ۽ جادو ڦيڻي جي عملن وسيلي ڪيترائي پوپا جڏهن گهڻي مشهوري ماڻيندا آهن ته اهي غيبي مريضن جي معاشي حالت جي حساب سان علاج واسطي ڪاري رنگ جا ٻڪر، ڪُڪڙ، دنبا، روڪ پئسا ۽ ٻيون شيون وٺندا آهن. انهن پوپن ۾ به طبقا هوندا آهن. ڪي مخصوص ڏيورين جا پوپا، ڪي شيدن ۽ اوليائن جا پوپا ۽ ڪي جادوئي پوپا وغيره. ٿر ۾ انهن پوپن پوپان ڪيترائي ڳوٺ مشهور آهن. جن ۾ پوپي جو تڙ، پوپي جي ڍاڻي وغيره اچي وڃن ٿا. جڏهن به ڪنهن غيبي مريض جو علاج ڪرڻو هوندو آهي ته پهرين مريض کي سمهاري، ان پوپان ڪنهن لوهي شي، سان ڪار (ليڪو) ڪڍي، ٻاهه ۾ ڳرم ڪيل زنجيرن يا لوهي شيخن سان تشدد پڻ ڪندا آهن. سندن عقيدي موجب ڪنهن ڀوت يا جن جو سايو هوندو ته اهو ان ذريعي مريض جي بدن مان نڪري ويندو. ڍوڻڻ (نچڻ) کان اڳ هڪ همراهه مخصوص نموني جي ڍولڪي وڄائيندو آهي. جنهن جو ترنم ئي پنهنجي وجت جو هوندو آهي. پهريان هوريان هوريان، پوءِ ڪجهه تيز ۽ پوءِ زوردار آواز ۾ ڍولڪي وڄائي ويندي آهي. ان ردم جي ذريعي پوپا ڪنهن غيبات جي جنبي ۾ آيل مريض جو علاج ڪرڻ شروع ڪندا آهن. ڪنهن مهل اهي پوپا پنهنجو پاڻ تي به تشدد شروع ڪري ڇڏين ٿا. اٿين ڪيترائي مريض توڙي پوپا پاڻ زندگيون پڻ وڃائي ويهن ٿا. ڪيترائي مريض جسماني ۽ ذهني تشدد سبب پريشاني، جي عالم ۾ گهڙيون گهاري، بيحال ٿي پوندا آهن. ڪيترائي پوپا جتي ڪنهن جي جان بچائڻ جا جتن ڪندا آهن. اتي ڪيترين ئي ويڌنون پڻ انهن جي کاتي ۾ لکيل آهن. هڪ ٻئي طريقي موجب ٿر ۾ اڄان به نانگ جي ڪڱيل جو زهر پوپا وات سان چُوسي ڪڍندا آهن. پاڻ مريض جي ويجهو ته ويندا آهن. ڪنهن تِوال يا پنڪي جو چيڙو نانگ جي ڏنگيل جاءِ تي رکي، زهر چُوسي، اوڳاڇيندا آهن. ان علاج جي آسري ڪيترائي نانگ ٻلائن جا ڪڱيل ماڻهوءَ موت جا مهمان بڻجندا آهن. ته ڪي وري هلڻ ڦرڻ کان لاچار ٿي ويندا آهن. جيتوڻيڪ اڄڪلهه ته نانگ جي ڪڱيل لاءِ سنيڪ بائيٽ ويڪسين به مارڪيٽ ۾ دستياب آهي. مقامي سرڪاري اسپتالن ۾ سنيڪ بائيٽ انجيڪشنن جي کوٽ توڙي انجيڪشن جي قيمت وڌيڪ هئڻ به ان طريقي واري علاج جو هڪ سبب آهي.

ٿر واري پاسي، پوپائي، وارو عمل طبي علاج جي نعم البدل طور به ڪيو وڃي ٿو.

**پوڀوٽي/پوڀيوٽي:** اٺين صدي، جو هي سنسڪرت زبان جو ناٽڪ ڪار ڪانيه ڪُبجا (قنوج) جي راجا يسو ورمن جي دربار جو شاعر هو ۽ ذات جو برهمڻ هو. گلي ۾ ميناج هئڻ ڪري کيس 'سري ڪنٺ' به ڪوٺيو ويندو هو. ڪاليداس (پنجين عيسوي صدي) کان پوءِ کيس ئي وڏو ناٽڪ ڪار مڃيو ويندو آهي. هُن سنسڪرت زبان ۾ ٽي عمدا ناٽڪ- 'مهاوير چرت'، 'اُتر رام چرت' ۽ 'مالتي مادو' لکيا. پهريان ٻه ناٽڪ رام جي ڪهاڻي، بابت آهن ۽ ٽئين ناٽڪ جي نائڪا به پيرا موت جي منهن مان بچي وڃي ٿي. مغربي معيارن موجب هِن ناٽڪ ڪار جا ناٽڪ اُن وقت جي ٻين ناٽڪ ڪارن جي ڀيٽ ۾ گهٽ معياري آهن. سندس پلاٽ ڪمزور آهن. جڏهن ته سندس ناٽڪن ۾ انفراديت به گهٽ آهي. سندس عظمت ڏک جي گهرائپ ۾ آهي. جيڪا ڪاليداس کان سرس آهي. ڪن جو خيال آهي ته هُو بيدر يا برار جو رهاڪو هو. پر اُجين ۽ اُتان جي ڀرپاسي جا ماڻهو سندس بيان ڪيل نظارن مان پڌائين ٿا ته هو اُتان جو ئي هو.

**پوپي:** ضلعي سانگهڙ جي تعلقي کپري ۾ هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

عطامحمد هگورجو، لال شاهه، نئون آباد هگورا، نالي چڳو هگورو، لوُنگ جوڻيجو، گل محمد هگورو، دايو درس ۽ علي محمد هگورو.

**پوڄ:** وڻ جو هڪ قسم، جنهن جي ڇل کي "ڪتوري" ۽ "ڀهمڻ" به چوندا آهن. حڪيمن وٽ دوا طور ڪم ايندي ٿي.

**پوڄ پتر:** هن وڻ کي انگريزي ۾ Jacquiemont، لاطيني ۾ Betulla Bhoja Patra، فارسي ۾ توزڪ، سنسڪرت ۾ ڀوڄ پتر ۽ بنگالي ۾ ڀوجي پتر چيو ويندو آهي. هن وڻ جو تعلق ڀوج پتري Betulaceae آڪهه سان آهي.



هي جابلو وڻ آهي جيڪو 15 کان 20 ميٽر ڊگهو هوندو آهي. هن جي کل ابرڪ وانگر پرت دار هوندي آهي. اُن جي ڏالين جو ٿلهو ڪاغذ محسوس ٿيندو آهي. هندو پنڊت ڀوج پتر تي تعويذ لکندا آهن. انهيءَ جو نقل ڪندي، هاڻ مسلمان به انهيءَ پن تي تعويذ لکڻ شروع ڪيا آهن. پنسارين کان هي پن گهڻو ڪري اهڙي قسم جا ماڻهو ئي وٺي ايندا آهن. هن وڻ جا پن ڊگها ڪنڊيل هوندا آهن. هي وڻ همالي، ڪشمير، سڪم، پوٺان ۽ پاڪستان ۾ جام ٿئي ٿو.

**پوڄراج پوڪرداس اينڊ سنس بوڪسيلر ۽ پبلشر:** شڪارپور شهر جي مشهور ڪتب فروش پوڪرداس جي سپوت پوڄراج سن 1940ع کان ڪتابن ڇپائڻ جو سلسلو جاري ڪيو. مٿين نالي واري هن پنهنجي اداري طرفان ڪيترائي ڪتاب شايع ڪرايا.

**پوڄراج جهمٽ مل، موٽواڻي:** پوڄراج جهمٽ مل موٽواڻي، 1925ع ۾ ڳوٺ ملڪ، تعلقي موري ضلعي نوشهري فيروز ۾ ڄائو. نوابشاهه ۽ ڪراچيءَ جي پريسن ۾ فورمين ٿي ڪم ڪيائين. 1947ع جي سياسي تبديلين کان پوءِ هندستان ۾ وڃي اجمير ۾ آباد ٿيو، جتي اخبار "هندو" جي فورمين ٿيڻ سان پنهنجي روزگار جو آغاز ڪيائين. 1957ع کان وٺي ڪيترائي سال انهيءَ اخبار ۾ سب ايڊيٽر جي حيثيت سان ڪم ڪيائين. ڪجهه وقت لاءِ "ڪماري" نالي ماهوار رسالو جاري ڪيائين. 1965ع ۾ "ماتر ڀومي" جو ايڊيٽر ٿيو. هن ادبي اشاعت جي ميدان ۾ به پاڻ ملهايو. ان سلسلي ۾ "ڪماري پبليڪيشن" طرفان "گناهه جي رات" ۽ "پاپ" ناول کان سواءِ ٻيا ڪيترا ڪتاب شايع ڪرايائين.

**پوڄراج چانڊو مل موٽواڻي:** پوڄراج موٽواڻيءَ جو جنم سنڌ جي تاريخي شهر لاڙڪاڻي ۾ 1874ع ڌاري ٿيو. پوڄراج اڃا سورهن سالن جو هو. جو سندس پيءُ چانڊومل لاڏاڻو ڪري ويو. سندن گهر جي معاشي حالت ٺيڪ نه هئي، ان ڪري پوڄراج مشترڪ جي پڙهائي لاءِ ۾ ڇڏي وڃي نيال ڪاني ۾ 15 روپين ماهوار تي نوڪري شروع ڪئي. ڪجهه وقت کان پوءِ هن قمبر ۾ انجنيئري ڪاني ۾ 30 روپيا ماهوار پگهار تي نوڪري ڪئي، جتي سندس ملاقات سنت سائين جيوت سنگهه سان ٿي. کيس سندس ديدار مان دلي آنند حاصل ٿيو ۽ هو سائين جيوت سنگهه جو مريد بڻجي ويو. هر روز آفيس مان موٽندي پوڄراج، سنتگرو جيوت سنگهه وٽ ايندو هو سندس خدمت ۽ پهچڻيءَ ۾ وقت سجايو ڪندو هو ۽ ڪلوڪ ڳائڻ ۽ تنبورو وڄائڻ پڻ سکندو هو. سنتگرو جيوت سنگهه شاعر به هو. ان ڪري سندس صحبت ۾ شاعري ڪرڻ ۽ ڳائڻ لڳو. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ هن کي وري لاڙڪاڻي ۾ نوڪري ملي. اتي نوڪري ڪري موڪل واري ڏينهن وري سنتن جي سيوا ۾ حاضر هوندو هو. هن سنتن صحبت مان گهڻو ڪجهه حاصل ڪيو. نوڪري به ايمانداريءَ سان ڪيائين. کيس ٻه پٽ ٿيا، جن مان ٽيون نمبر پٽ مشهور سماجي خدمتگار ۽ سنڌ ۾ ٻالڪن جي ٻاريءَ جو باني دادا شيوڪ پوڄراج هو. پوڄراج موٽواڻيءَ 5 نومبر 1920ع ۾ گذاري ويو. هن سنڌي ۽ هنديءَ ۾ شاعري ڪئي ۽ "پوڄل" تخلص استعمال ڪندو هو. سندس شاعري ۽ پڄن سنڌ جي "گنر سڌ منڊلي" ۽ "جيون چرتر سائين پوڄراج" ڪتابن ۾ درج آهن.

**پوڄراج، شيوڪ:** هند ۽ سنڌ ۾ ٻاراڻي ادب جو مشهور نالو دادا شيوڪ پوڄراج لاڙڪاڻي ۾ ڄائو. نثر نگاري ۽ خاص ڪري ٻاراڻي ادب ۾ سندس پورهيو وسارڻ جوڳو ناهي. دادا شيوڪ پوڄراج، آڪٽوبر 1926 ڌاري ٻارن جي ڀيرين تنظيم "ٻالڪن جي ٻاري" جو بنياد وڌو. ڪراچيءَ ۾ قائم ڪيل ان تنظيم بعد ۾ هڪ تحريڪ جيان مشهور ٿي. ان وقت پاڻ لاڙڪاڻي ۾ ماستر هو. انهيءَ تنظيم جون شاخون سنڌ ۾ لاڙڪاڻي ۽ ڪراچي کان سواءِ ڪوٽڙي، حيدرآباد، روهڙي، سکر، نوابشاهه، ميرپورخاص، جيڪب آباد، شڪارپور ۽ شهدادپور ۾ به قائم ڪيون ويون ۽ آهستي آهستي هندستان جي ٻين شهرن ۾ به شروعات ٿي. شيوڪ پوڄراج کي پيار مان سيئي ننڍا وڏا "دادا شيوڪ" سڏيندا هئا. هر آچر تي هُو ٻارن کي ڪٺو ڪري کين آڪاڻيون ٻڌائيندو ۽ راندين ڪرائيندو هو. تنظيم طرفان 1934ع ۾ ٻارڙن جو هڪ ماهوار رسالو "گلستان" به جاري ڪيو ويو. "ٻالڪن جي ٻاريءَ" طرفان ٻارن جا ميلا به لڳندا رهيا ۽ ڪيترائي ٻار هفتيوار گڏجاڻين ۾ پنهنجون ڪچيون تحريرون به لکي ايندا هئا ۽ ذهني مقابلن ۾ به حصو وٺندا هئا. جديد سنڌي شاعريءَ جو باني ڪشنچند بيوس به لاڙڪاڻي ۾ "ٻالڪن جي ٻاريءَ" جو ميمبر رهيو. بيوس لاڙڪاڻي شاخ ۾ اچي هر آچر تي ٻارڙن کي گيت پڙهائيندو هو. هن دادا سان گڏجي اتي ٻارن جو هڪ وڏو ميلو پڻ لڳايو هو. دادا شيوڪ هن تنظيم لاءِ "ڦلواڙي" ۽ ٻيا ڪيترائي ڪتابي سلسلا جاري ڪيا، جن ۾ ٻارن جي وندر ۽ اصلاح لاءِ ليک، ڪهاڻيون، لطيفا ۽ گيت شامل هوندا هئا. ورهاڱي بعد "ٻالڪن جي ٻاريءَ" کي بمبئي منتقل ڪيو ويو، جنهن جون شاخون ٻين ملڪن ۾ به قائم ٿيون، جتي سنڌي آباد آهن. هن وقت ان تنظيم جي آفيس بمبئيءَ ۾ آهي ۽ ڊاڪٽر اجي هورا، ان اداري جو ايگزيڪيوٽو ڊائريڪٽر آهي. دادا شيوڪ جي قائم ڪيل ان تنظيم کي هينئر سرڪاري سرپرستي به حاصل آهي. ساليانو گرانٽ پڻ ملي ٿي.

بيوس جيان سادا مزاج دادا شيوڪ پوڄراج جا نثر ۾ به آئم ڪتاب ناول "آشيرواد" (1933ع) ۽ "دادا شيام" (1934ع) پڻ ڇپيا. سندس ناولن جا مکيه ڪردار اسڪولي ماستر هئا. دادا شيوڪ اخبار نويس به رهيو ۽ ورهاڱي بعد هند ۾ سماجي ڪارڪن ۽ اڳواڻ طور به مشهور ٿيو. سندس لاڏاڻو 1987ع ڌاري هندستان ۾ ٿيو.

**پوڄراج ڪرمچند چاپڙيا:** پوڄراج ڪرمچند چاپڙيا، 15 آگسٽ 1924ع تي شڪارپور، سنڌ ۾ جنم ورتو. بي اي ڪرڻ کان پوءِ هوميوپيٿيءَ ۾ ڊپلوما ڪيائين. سندس لکڻين جو خاص موضوع صحت ۽ تندرستي هو.

سنڌس هيٺيان ڪتاب شايع ٿيل آهن: (1) 'بنا دوا تندرستي'، (2) 'تندرستي لاءِ ڪاڏو'، (3) 'قدرتي علاج'، (4) 'صحت ۽ سهولتا ۽ قدرتي دوائون'، (5) 'قدرتي علاج ذريعي تندرستي ڪيئن حاصل ڪجي'. هن موضوع تي سنڌيءَ ۾ سنڌس ڪارگر ادب شايع ٿيل آهي.

**پوڄراج هوتچند ناگراڻي:** پوڄراج هوتچند ناگراڻيءَ (پروفيسر بي. ايڇ ناگراڻي) جو جنم ڀهرئين مٺي 1903 تي حيدرآباد ۾ ٿيو. بي. اي تائين تعليم حاصل ڪيائين. هي ڪوڙيمل چندن مل کلناڻيءَ کان پوءِ ٻيو اهم عالم هو جنهن "سامي جا سلوڪ" ٽن ڀاڱن (1955، 1958ع ۽ 1960ع) ۾ ڇپائي پڌرا ڪيا هئا. ان لاءِ هن ڪوڙي مل چندن مل وارو ڇاپو، مولچند گياني وارو گرمکي ڇاپو ۽ ملڪ هيرا وارو گرمکي ڇاپو آڏو رکي "سامي جا سلوڪ" ترتيب ڏنا ۽ ساميءَ جي جيون ۽ سلوڪن تي تفصيلي مواد لکيو. سنڌس "سامي جا سلوڪ" سن ۾ محمد ابراهيم جويي، ٻن ڀاڱن ۾ 1978ع ۾ سنڌي ادبين جي ڪوآپريٽو سوسائٽي پاران (تفصيلي مهاڳ ۽ عبدالڪريم سنديلي جي سامي ڪوش سميت) ڇپائي پڌرا ڪيا. ان کان سواءِ بي. ايڇ ناگراڻيءَ جو هڪ ڪتاب 'برهمچريه' به ڇپيل آهي. جيڪو پرنسپال ڏرمداس سان گڏ تصنيف ڪيائين.

**پوڄرو:** تعلقي ڏگهڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**پوڄ سنگهه ڀلاجاڻي:** پوڄ سنگهه ڀلاجاڻي سکر ۾ وڪيل هو. هو بمبئي ڪائونسل جو ميمبر به رهيو. سنڌ جي بمبئيءَ کان علحدگيءَ بعد، هو سنڌ ليجسليٽو اسيمبليءَ جو ميمبر ۽ پوءِ اسپيڪر چونڊيو ويو. انگريزن کان ننڍي کنڊ جي آزاديءَ واري تحريڪ ۾ به زور شور سان حصو ورتو هئائين. ان کان اڳ 1911ع کان 1914ع تائين سکر ميونسپالٽيءَ جو صدر رهيو. ان کان پوءِ پنهنجي قابليت آهر ٻيهر به 1924ع کان 1928ع تائين ميونسپالٽي سکر جو صدر چونڊيو ويو. نهايت ايماندار ۽ جان نثار ورڪر هو.

**پوڄڪ:** هي قبيلو جيسلمير کان عمرڪوٽ ۽ ٿر جي ٻين ڳوٺن ۾ آباد ٿيو. کين "ديي برهمڻ" به چوندا آهن. مندرن جا پوڄاري آهن. سنڌن وڏي "مهابي" ۽ "ساهبي" کي راڻو مهراج پيءُ عمرڪوٽ جي مندر جي پوڄا لاءِ وٺي آيو هو جتان پوءِ ٿر ڏانهن پکڙيا.

**پوڄواڻي:** سيٺ نائون مل جي پڙ ڏاڏي پوڄ مل جو اولاد. جيڪو اڄ تائين پاڻ کي 'پوڄواڻي' سڏائيندو اچي. سيٺ پوڄو مل وڏي ملڪيت وارو شخص ٿي گذريو آهي. سنڌس واپاري ڪوٺيءَ جون وچ ايشيا ۽ هندستان ۾ گهڻيون ئي شاخون هيون. شڪارپور ۽ حيدرآباد ۾ اهڙا ڪارخانا هئا، جن جون شاخون بخارا، سمرقند، ماسڪو، پيٽروگراڊ، قاهره ۽ لنڊن ۾ هيون، جيڪي سنڌن ماڻٽ سنڀاليندا هئا.

**پوڄي مل مالهيءَ وارو خوني کوهه:** هي، کوهه ڳوٺ مسڻ وڏي (ضلعي مٽياري) کان اتر اوڀر طرف قتل دوري جي ڀرسان ۾ 1947ع کان گهڻو اڳ موجود هو. مسڻ جاگير جي سروي نمبر 22 تي سرڪاري نقشي ۾ اڄ به "کوهه" لفظ لکيل موجود آهي. هن وقت اها ايراضي رحيم خان ولد رئيس خان لغاريءَ جي قبضي ۾ آهي. کوهه جو مٿيون حصو ڪچو هو. روايت آهي ته اتفاق سان ڪوس (پاڻي ڇڪڻ جو بوڪ) کوهه ۾ ڦاسي پيو. پوڄو مل مالهي اندر گهڙي ڦاٿل ڪوس ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي ته مٿانس اوچتو واري وري ويئي. ڪوتاهي ڪري کيس جيئرو ڪڍيو ويو مگر انهيءَ ڀيانڪ حادثي کان جانبر نه ٿي سگهيو. ان بعد هن کوهه تي "پوڄي مل مالهيءَ وارو کوهه" نالو پئجي ويو.

**پوڏار:** تعلقي عمرڪوٽ جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن. مسعود آباد فارم، پوڊرو فارم، انصاري فارم ۽ الياس ٿيبو.

**پوڏيسر/پدريشر نگري:** هي، ماڳ ٿرپارڪر ضلعي جي ننگرپارڪر علائقي جو مشهور تاريخي ماڳ آهي. هن وقت ان جا آثار ننگر پارڪر شهر کان ٻه ميل اتر اولهه ڪنڊ تي، ڪارونجهر جي دامن ۾ اهڙو ڏيک ڏئي رهيا آهن، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته ڪنهن وقت ۾ هتي خوشحاليءَ ۽ هلچل وارو دؤر هو. هتي جي جاين جي آثارن مان خبر پوي ٿي. پوڏيسر جا ماڻهو خوشحال هئا. هن شهر جي جڙڻ جو واقعو هن ريت بيان ڪيو ويو آهي ته جڏهن هانسي راجا، گاديءَ جو هنڌ ٻاري ننگر مقرر ڪيو ته هانسي جي پاڏ پوڏي، پوڏيسر کي اچي وسايو، راڻي پوڏي، پوڏيسر ۾ پاڻيءَ لاءِ هڪ تلاءُ ٺهرايو، جنهن ۾ جوپايو مال ويهندو هو ۽ اهڙي سهولت پيدا ٿيڻ ڪري هن علائقي ۾ وڏيڪ خوشحالي آئي. پوڏيسر جو تلاءُ ڏاڍو مشهور ٿيو. منگها رام اوجها "پراڻي پارڪر" ڪتاب ۾ ڄاڻايو آهي ته جڏهن سلطان محمود غزنوي، سومنات 1026ع ۾ فتح ڪري واپس موٽيو، تڏهن پاٽڻ جي راجا ڀيم ڏيو ۽ اجمير جي راجا ويسر ڏيوجيءَ وچ ۾ لڙائيءَ جي خبر پڌي. هن ٿر مان لنگهڻ جو ارادو ڪيو. ڪڇ جي رڻ مان لشڪر جي



پلجي وڃڻ سبب کين اڄ گهڻو پريشان ڪيو. آخر پاڻيءَ جي ڳولا ڪندي اچي هڪڙي وڏي تلاءُ وٽ نڪتا. اهو پوڏيسر جو تلاءُ هو. سلطان محمود به ڏينهن ان تلاءُ جي ڪناري تي گذاريا. پوڏيسر جو تلاءُ ڇهين صديءَ عيسويءَ ۾ ٺهيو هو. پوڏي جو نالو اصل "پدريشر" هو پر هن علائقي ڪي پوءِ ماڻهو "پوڏيسر" سڏڻ لڳا هئا. جڏهن ته ان جو اصل نالو "پدريشر نگري" هو. هن تلاءُ جي ڊيگهه، چار سؤ فوٽ ۽ ويڪر به سؤ فوٽ هئي. هن تلاءُ جي ڪناري تي محمود شاهه بيگڙي ۽ سوڍن جي وچ ۾ جنگ لڳي هئي. هن تلاءُ بابت پيون به ڪيتريون ئي ڏند ڪٿائون مشهور آهن. تلاءُ جي ڪناري تي مسجد به آهي. جنهن کي "پوڏيسر جي مسجد" سڏيو وڃي ٿو (ڏسو: پوڏيسر مسجد). چيو وڃي ٿو ته هيءَ مسجد اصل ۾ جين مندر هو. پر مظفر شاهه بيگڙي ان کي مسجد ۾ تبديل ڪيو ۽ ان جي تعمير سورهين صدي عيسويءَ ۾ ٿي. 1505ع محمود شاهه بيگڙي ٽيون ڀيرو پوڏيسر تي حملو ڪيو جنهن ۾ ڏاڍي خونريزي ٿي هئي. پوڏيسر تلاءُ ۽ مسجد کان ٿوري پنڌ تي ڪارونجهر جي ڪڇ ۾ جين ڌرم جو هڪ وڏو مندر موجود آهي، پر ان جي حالت خستہ آهي.

**پوڙيسر تلاءُ:** هيءُ تلاءُ ننگرپارڪر کان چار ميل اتر- اولهه ۾ جين مندر جي ڊيرن ۽ پوڙيسر مسجد جي رسان آهي. جنهن جي ماپ اندازاً 400x200 فوٽن جي ٿيندي. هي تلاءُ جيسي پرمار جي پٽ شهزادي پوڙي پرمار ٺهرايو. هڪ روايت آهي ته ان پٽ ۾ ڪافي سالن کان برسات نه پئي ته برهمڻن جي



چوڻ تي هن قرباني ڪرڻ خاطر پنهنجو پٽ ڪنور ۽ ديوتائن کي راضي ڪيائين. ان بعد برسات پئي ۽ تلاءُ ڀريو. هن تلاءُ ۾ هيٺ لهڻ لاءِ 30 ڏاڪا ٺهيل هئا. اندر توڙي ٻن پاسن کان سرون لڳل آهن. تازو سرڪاري طور پوڙيسر تلاءُ جي نئين سر ڪوٽائي ڪري، اُن تي پٿرن جو بند ۽ پڪي موري ناهي وئي آهي ته جيئن واڻو پاڻي آباديءَ لاءِ ڪم آئي سگهجي.

**پوڙيسر مسجد:** هيءَ مسجد ننگرپارڪر جي اتر ۾ پنجن ڪلوميٽرن جي پنڌ تي، تباهه ٿيل تاريخي شهر پوڙيسر جي مقام تي ڪارونجهر جبل جي چيڙي تي ٺهيل آهي. جيو وچي ٿو ته هيءَ مسجد 808هه (1505ع) ۾ محمد بن مظفر شاهه بيگڙي تعمير ڪرائي هئي. سڄي ماربل جي پٿر مان ٺهيل آهي. هن مسجد جي ڪل ايراضي 2115 فوٽ آهي. هي يادگار 49.8 فوٽ ڊگهو ۽ 42.7 فوٽ ويڪرو آهي. نماز وارو حجرو 23.7 ڊگهو ۽ 13.3 فوٽ ويڪرو ۽ 10.2 فوٽ اوچو آهي. پٿرين جي ويڪر به فوٽ ٿيندي. ڇت جي مٿان 40.5 فوٽن جي قطر سان گنبذ ٺهيل آهي. هر ڪنڊ تي هڪ هڪ



گنبذ ٺهيل آهن. وڏي گنبذ جي چوٽي، تي ابتو ڪنول جو گل ٺهيل آهي. ۽ مٿان ڪلسو ڏنل ڪونه اٿس. پيڙ بني تي ڪل 74 برج ٺهيل آهن. جيڪي اتر طرف 13، اولهه طرف 24، ڏکڻ طرف 13 ۽ اوڀر طرف 24 عدد ٺهيل آهن. اهي برج ماربل جي پٿر تي سورج مکي (Sunflower) گل وانگر گهڙي هتيا ويا آهن. پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ چار پٿر جا ٺيسارا ٺهيل آهن.

نماز واري حجري ۾ اٺ ماربل جي پٿر مان ٺهيل پيل پاوا بيٺل آهن. هر پيل پائو 9 فوٽ اوچو آهي. اهي پيل پاوا مٿي لائبل گنبذ کي ٽيڪ ڏين ٿا. چار پيل پاوا سامهون جڏهن ته ٻه ڏکڻ ۽ ٻه اتر ۾ ڏنل آهن پيل پاون جي وچ وارو مفاصلو اٽڪل 3.6 فوٽ آهي. اهي پيل پاوا بنياد ۾ چورس، پوءِ مٿي ڇهه ڪنڊا (Hexagonal)، پوءِ وري گهڻ ڪنڊا (Polygonal) ۽ آخر ۾ چوٽيءَ وٽ گول ويلڻي (cylindrical) نمونې جا آهن. نماز واري حجري جي اندرو اندر ماپ 23.5x13.6 فوٽ آهي. نماز واري حجري ڪي ٽي لنگهه ڏنل آهن ۽ ان جي اڳيان نماز واري حجري آڏو احاطو 38.7x25.3 فوٽن جو آهي. اندر اولاهين پٽ تي ٻه فارسيءَ جا ڪتبا لڳل آهن. ان کان سواءِ اتر واري پٽ تي هڪ ڪتبو لڪيل آهي. اهي ڪتبا خط نسخ ۽ خط نستعليق ۾ لکيل آهن. مقامي روايتن موجب هي مسجد گجرات جي حاڪم محمد بيگڙي جي ٺهرايل آهي. پر اُن جي ڊزائين ۽ تعمير جو طريقو جين مندر جو نقل لڳي ٿو. ٿي سگهي ٿو ته محمود بيگڙي جين مندر کي مسجد ۾ تبديل ڪرايو هجي. مسجد جي چوڌاري قبرستان آهي. اهي انهن ماڻهن جون قبرون آهن. جيڪي محمد بيگڙي ۽ پارڪر جي راڻن جي وچ ۾ لڳل جنگ دوران مارجي ويا هئا.

**پوڙيسر مندر:** هي مندر پوڙيسر ۾ پاڻيءَ واري تلاءُ کان ٿورو پريرو ۽ ٻه طبقي ٿلهي تي ٺهيل آهي. هن جي اڏاوت ۾ گهڙيل ۽ اڪريل پٿر استعمال ٿيل آهي. جنهنڪري ڏسڻ ۾ ڏاڍو خوبصورت ۽ يادگار لڳي ٿو. عام روايت آهي ته هي مندر پوني نالي عورت پنهنجي مڙس جي مرڻ کان پوءِ سندس يادگار طور ٺهرايو هو. مندر جو منهن اوڀر طرف آهي. شڪارو ڀريل ٿلهي تي ٺهيل آهي. جيڪو انڌڪري ومان (vemana) جي مٿان 33 فوٽ اوچو ٺهيل آهي. پهچڻ لاءِ 15 ڏاڪا ٺهيل آهن. جنهن جو هر ڏاڪو 14 فوٽ ماپ جو آهي. مندر هڪ چورس ڪمري تي مشتمل آهي. جنهن کي ومان (vemana) ڪري سڏين ٿا. مندر 32.10x39.6 فوٽ ماپ جو آهي. جڏهن ته ان جي اوچائي 10.4 فوٽ آهي. ڪمري جي اڳيان دالان آهي. ڪمرو يا ومانا اندران 7.10 فوٽن جو آهي. جنهن ۾ بيتچ ٺهيل آهي. ورانڊي ۾ ٺهيل دروازو 6.5 فوٽ اوچو ۽ 3.8 فوٽ ويڪرو آهي.



ڪمري ۾ چار ٿنڀڙيون (هر هڪ ڪنڊ تي هڪ) ٺهيل آهن. ومانا اندران 13.1 فوٽ اوچو آهي. مندر جي پوئين پٽ تي هڪ عورت جي تصوير اُڪريل آهي. اُڪر جو ڪم ڏاڍو نفيس ۽ خوبصورت ٿيل آهي. هن جي تعمير ٻڌائي ٿي ته هي جين مندر آهي. هن جي جوڙجڪ ننگرپارڪر شهر ۾ موجود جين مندر سان ملي ٿي.

**پوڏيسر مندر**[2]: هي مندر پوڏيسر، ننگرپارڪر ۾ آهي. هتي مندرن جو ميڙ آهي. مٿاڇري تي ٽڪراٽو پکڙيل آهي. اڳاوڻن جا به ڪجهه نشان مليا آهن جيڪي پٿراين پٿرن جي بيڙهه جا آهن. اهي مندر گوڙي ۽ واري مندر جهڙا آهن. هي مندر 42.9x39.9 فوٽن جو آهي. مندر جي مٿان هڪ وڏو گنبذ ۽ 26 ننڍا گنبذ ٺهيل آهن. وڏي گنبذ جو گهيرو 54.4 فوٽن جو آهي ۽



ارڃائي 8.2 فوٽ آهي. جڏهن ته ٻيا قطار ۾ ٺهيل ننڍا گنبذ مختلف ماپن جا آهن. ڪي 12.6 فوٽن ته ڪي 16 فوٽن جا آهن. قطار ۾ ٺهيل آهن. انهن مان 7 گنبذ (cupola) وڏي گنبذ جي اتر ۾، 3 ڏکڻ ۾، ۽ 8 اوڀر ۾ ٺهيل آهن. منڊپ جي لنگهه وٽ اُتر ڏاکڻ سان ڏاکڻ ٺهيل آهي. جيڪا مٿي 15.8 فوٽ ماپ جي آهي. منڊپ وارو ڪمرو 42.9 فوٽ ڊگهو 39.9 فوٽ ويڪرو ۽ 17.9 فوٽ اوچو آهي. ڇت کي ٽيڪ ڏيڻ لاءِ ڪمري اندر 20 پيل پاوا ٺهيل آهن. پيل پاوا ڊگها. بنياد وٽ 2.10 چورس ۽ ويڪرا، چوٽي وٽ 1.1 فوٽ ويڪرا. گهوڙين سان ٺهيل آهن. منڊپ جي اولهه ۾ 10 ننڍيون ڪوٺيون (cells) ٺهيل آهن. تن مان وچئين ڪوٺيءَ جي دروازي وارو لنگهه 2.6 ويڪرو، 9.9 زمين جي مٿاڇري کان اوچو ۽ 5.2 فوٽ ڊگهو آهي. مندر جي اوڀر- اتر ۾ 3.9 فوٽ ويڪرو، 42.9 فوٽ ڊگهو ۽ 3 فوٽ اوچو ٿلهو ٺهيل آهي.

**پورا**: تعلقي سڪرنڊ ۾ هڪ ديهه جو نالو. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: ڪندرو اڳ، پورا، محبوب منهائي اڳ، بجندو اڳ، جام خان رند، دادو مگسي، قبي اڳ، حاجي دوست محمد گبول، جمعو خان پاهي، الهجايو اڳ، عبدالڪريم اڳ، حاجي اسماعيل پرهياڙ، خدا بخش سيال، جهان خان اڳ، رئيس بدو خان پرهياڙ، حاجي محمد بخش چانديو، پنهون خاصخيلي ۽ فضل الاهي پنجابي.

**پورٽي**: هن نالي سان دادو ۽ نوشهري فيروز ضلعن ۾ جدا جدا ٻه ديهون موجود آهن. هڪڙي ديهه تعلقي نوشهري ۾ آهي ۽ ٻي ديهه ميهڙ تعلقي ۾ درياهه جي ڪپ سان لاڳو ڪچي ۾ "پورٽي ٻيلي" جي نالي سان هڪ ديهه به آباد آهي.

**پورٽي**[2]: ضلعي دادو جي تعلقي ميهڙ ۾ "پورٽي" نالي سان هڪ قديم تاريخي ڳوٺ به آهي جيڪو "پرٽ" قبيلي جي ماڻهن جي آباديءَ ڪري مشهور هو. پهريائين هيءُ ڳوٺ سنڌو درياهه جي ڪچي واري علائقي ۾ هو. جو هن ڳوٺ جو قبرستان اڃا تائين سنڌو درياهه جي حفاظتي بند اندر واقع آهي. جنهن جو گهڻو حصو درياهه جي وهڪري ۾ لڙهي ويو آهي. پورٽي پوءِ سنڌو درياهه جي پٺتي هٽي ڪري آباد ٿيو. جتي ڪيترين ئي صدين کان اڃا تائين آباد آهي. البته سيلاب جي گهٽائي ڪري ڳوٺ کي ٻوڏ جو سدائين خطرو درپيش هوندو آهي.

**پُوڙ جو لڪ**: کيرٿر جبل ۾ هڪ لڪ جو نالو.

**پور ڏنڍ**: هيءَ ڏنڍ ڳڙهي ياسين، ضلعي شڪارپور ۾، پور جي شهر جي اوڀر ۾ درياهه جي پرسان هئي. هن وقت ان جو گهڻو حصو درياهه پاڻي ديو آهي. جيئن ته قديم وقت کان وٺي سنڌ تي ڌاريا ڪاهيندا رهيا آهن. تنهنڪري ڪنهن وقت ۾ پور ڏنڍ وٽ هڪ لشڪر اچي لٿو هو. روايت آهي ته ان لشڪران ڏنڍ جي آس پاس جي زمين کي پنهنجي جانورن جي چارڻ لاءِ استعمال ڪيو ته هڪ بزرگ اتي آيو ۽ انهن سڀني کي منع ڪيائين ته هن زمين مان غريب مسڪين ماڻهو گذر سفر ڪندا آهن. هيءَ جانورن لاءِ نه آهي. پر انهن ڪو نه مڃيس پوءِ بزرگ چيو ته ڏسان ته جانور اهو گاهه ڪيئن ٿا کائين؟ ٿيو به ائين! جانور اهو گاهه کائي ڪين سگهيا. هڪ هنڌ بيٺا رهيا ۽ چُري پري ڪين سگهيا. اهو ڏسي سپهه سالار معافي ورتي ۽ ان زمين جي آسپاس جيڪا به زمين هئي اها بزرگ کي ڏنائين. اهو بزرگ پيرل شاهه هو جنهن جي نالي سان اها پور ڏنڍ سڏجي ٿي.

**پورڙو**: ٻڪيءَ جو هڪ قسم. جنهن کي 'پورو' به چون.

**پورڙو**[2]: هي هڪ قسم جو واڄو يا ڇڙيءَ جو قسم آهي. قسم جي واڄن کي سڄ ٻڄ نه سهي پر چڪي ٿالي وڻائن جي يادداشت ۾ شامل ڪيو ويو آهي. هي واڄو مالوند ماڻهو پنهنجي شوق ۽ سهنج خاطر گهڻو ڪري ٻڪرين جي ڳچيءَ ۾ ٻڌندا آهن. پورڙو سڄو لوهه جي سنهي پٽ جو ٺهيل ٿيندو آهي. اندران پورو ۽ هيٺان کليل هوندو آهي. هن جي ڊيگهه سنڌس قطر کان ٿوري وڌيڪ هوندي آهي ۽ قطر عام طور تي هڪ کان ڏيڍ انچ جي برابر ٿيندو آهي. پورڙي کي اندران مٿين پاسي هڪ ڪُنڍي ريهيل هوندي آهي. جنهن ۾ ٻه لاڙون، هڪ ننڍي ۽ ٻي وڏي، جا اٽڪل ٻن کان اڍائي انچن جيتري ٿئي. گهڻو ڪري لوهه جي تار يا ٽُڪر جون يا ورلي هڏي جون ٺهيل هونديون آهن. هي لاڙون آزاد لڙڪنديون رهنديون آهن. ٻڪريءَ جي هلڻ وقت لاڙون پورڙي جي پاسن سان لڳي ٽن ٽن جهڙو آواز ڪنديون آهن. پورڙي جي ٻاهران چوٽيءَ تي به هڪ ڪنڍو ريهيل هوندو آهي. جنهن جي سوراخ مان ڳاني يا مينڌ (ماهيتد) گنڍاري ٻڪرءَ جي ڳچيءَ ۾ ٻڌو ويندو آهي. پورڙو هڪ وقت به ڪم ڏئي ٿو. هڪ سينگار ۽ ٻيو چنار هن جو آواز ڌنار کي ريڙهي سنڌس ڌڻ جي موجودگي ۽ فاصلي بابت ڄاڻ پوي ٿي. هن قسم جي ننڍن وڏن وڄائن ناهڻ جو ڪم گهڻو ڪري سڀ مڪاني لوهار سنڌ ۾ ڪندا رهن ٿا.

**پورڪو**: تعلقي هالا ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**پورن ڏڙن/ ٽڪرن وارا چٽ**: کيرٿر ۾، پير ڪنب جي سامهون ۽ پورڻ ڏڙن (ٽڪرن) جي اولهه ۾ پٿرن تي چٽن وارا ٻه هنڌ هڪ ٻئي جي ويجهو آهن. انهن هنڌن تي پٿرن تي ڪيل نقش نگاري توجهه ڇڪائيندڙ آهي. اتر پاسي واري ٽڪريءَ تي هڪ شاندار گهوڙي جي تصوير اڪريل آهي. کيرٿر ۾ اهڙو نفيس ڪم گهٽ نظر آيو آهي. ان کان اوپر واري ٽڪري تي تمام گهڻي عڪاسي ڪيل ٿي ڏسجي. هت ٽڪرن ۾ سرهه، استويا ۽ هڪ ماڻهوءَ جا چٽ چٽيل آهن ۽ ماڻهو پلٿي ماري ويٺو آهي. جنهن جي پرسان هڪ سرهه پڻ بيٺو آهي. ان نقش جي ويجهو هڪ استويا به نمايان آهي. هتي ڪجهه ابتيون سبتيون لکتون به موجود آهن. جن ۾ ڪي موجوده دور جون لکتون به شامل آهن. هن ماڳ تي استويا جي نقش مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو هي چٽ، ٻڌمت جي اوائلي دور سان واسطو رکن ٿا. هتن چٽن کي وقت ۽ موسمي تبديلين ختم ڪري ڇڏيو آهي.

**پُورو:** اڇي سفيد، ڳورو، اڇي، چمڙي وارو ماڻهو. انگريز کي سنڌ ۾ 'ڳورو' ۽ 'پورو' چيو ويندو هو. صوفي صادق فقير جي هڪ بيت جي سٽ آهي:

"پورا اچي پيل، ساري سنڌ صديق چئي."

هتي "پورا" مان مراد انگريز حاڪم آهي.

**پورو ٿرڙو** (Brown Thrip): هي وڻڻن جي فصل کي نقصان رسائيندڙ جيت جو هڪ قسم آهي جيڪو تمام ننڍو جيت آهي ۽ مڪو ۽ مڇيون وڌيون ٿينديون آهن. "پورڙو ٿرڙو" وڻڻن ۾ چوڻيءَ وارن پنن جي اسرڻ وقت نقصان پهچائي ٿو. هن جي حملي سبب پوڻن جا پن ڦِڪا ۽ ميري رنگ جي صورت ۾ ڏسڻ ۾ اچن ٿا. ٿرڙو پنن جي هيٺئين پاسي کي ڪرڙي چاندي‌ءَ جهڙو سفيد تهه ڇاڻيو ڇڏي، جنهن سبب سائو مادو گهٽجي وڃي ٿو ۽ پن



ڇڻي هيٺ ڪري پوندا آهن. هي رت چوسيندڙ جيت فصل کي پاڻي ڏيڻ سان ۽ برسات پوڻ کان پوءِ گهٽجي ويندو آهي.

**پورو رڇ** (Brown Bear): پورو رڇ حيوانات جي اُرسيدي (Ursidae) نسل سان تعلق رکي ٿو جنهن جو سائنسي نالو (Ursus Arctos) آهي. پوري رڇ جو نسل ايشيا، يورپ ۽ آمريڪا جي ٻيلن ۽ ٻهاڙن ۾ ٿيندو آهي. ايشيا ۾ همالي جبل ۾ جنم وٺندڙ رڇ ڪافي مشهور ٿين ٿا. رڇ جي نسل ۾، پورو رڇ سڀ کان وڏو ٿيندو آهي ۽ گهڻي ڀاڱي الاسڪا ۾ هوندو آهي، جنهن جو قد 3 ميٽر (10 فٽ) ۽ وزن 800 ڪلوگرام ٿيندو آهي. يورپ ۾ جنم وٺندڙ پورو رڇ ان کان ننڍو ٿيندو آهي، جنهن جو قد 2 ميٽر (6.6 فوٽ) ۽ وزن 350



ڪلوگرام ٿائين ٿئي ٿو. پوري رڇ جي ٻين قسمن ۾، چٽيءَ ۾ رهندڙ رڇ ۽ ڪوڊيڪ رڇ مشهور آهن. پوري رڇ جي وارن جو رنگ مٽيءَ جهڙو، تيز ڳاڙهو يا تيز پيلو ٿيندو آهي. جيتوڻيڪ رڇ ڀاڄيون کائيندڙ جانور آهي، پر پورو رڇ پنهنجي خوراڪ لاءِ ٻين جانورن تي به حملو ڪري سگهي ٿو. هي رڇ مڇيون جو شڪار پڻ ڪري ٿو. هي رڇ انسان تي حملي ڪرڻ وقت ڪافي خطرناڪ ثابت ٿئي ٿو.

**پورو شاهه بيگ دڙو:** هي دڙو ديهه سول تعلقي ٿاڻي بولا خان، ضلعي ڄامشوري ۾ اُتر ويڪرائي ڦاڪ 25°26'62 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ 67°26'95 تي موجود آهي. هي دڙو ڳوٺ شاهه بيگ بس اسٽاپ کان اٽڪل ٻه فرلانگ اتر-اولهه ۾ هڪ قديم ماڳ آهي، جنهن تي جوڳاري ٺڪرائو پکڙيل آهي. جيتوڻيڪ ٺڪرائو ٺڪرن ٿوري پراڻي دور جو لڳي پيو آهي. پر به پراڻي ٺڪرائي مان لڳي ٿو ته دڙو قبل از تاريخ جو ماڳ آهي. هن ماڳ جو بدر ابڙي ۽ سيد حاڪم علي شاهه معائنو ڪيو آهي ۽ ان تي تحقيق جاري آهي. هن دڙي جي کوٽائي اڃا نه ٿي آهي.

**پورو ڪينئون:** پورو ڪينئون، ڳاهه جي ڪينئن وانگر واهن ۽ واهڙن جي ڪپن تي آلي مٽيءَ ۾ تنگ ڪري انهن ۾ پيدا ٿيندو آهي ۽ انهن ۾ رهندو آهي. ڳاهه جا ڪينئان ننڍا هوندا آهن، پر پورا ڪينئان وڏا هوندا آهن. اٽڪل چار پنج انچ ٿيندا آهن. اُس نڪرندي آهي ته هي ڪينئان پنهنجي ٻرن مان نڪري ٻاهر ايندا آهن ۽ آلاڻ ڇڏي سوڪ تي رڙهندا آهن. هي اهڙا پيانڪ هوندا آهن جن کي ڏسي ڊپ ٿيندو آهي. پر سنڌن ٻت اهڙو ڪونشرو ٿيندو آهي جو ڪنهن ٿشي سان رهڙجي اڌ ٿي پوندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن ماڻهوءَ جو مٿن پير اچڻ سان به ٽڪر ٿي پوندا آهن ۽ هر ٽڪر مڪمل ڪينئن وانگر هلڻ لڳندو آهي. پورن ڪينئن جا جيڪڏهن به، چار ٽڪر ڪجن ته هڪ ٽڪر پنهنجي ليکي هڪ ننڍڙو ڪينئون بڻجي پوندو آهي ۽ اهي سُرندا رهندا آهن ۽ مرندا نه، پر سائڪي رنگ ڍنگ سان سُرندا رهندا.

**پورو مل، ڪولهي، وڪيل:** پورو مل ٻت ڏينگر مل ڪولهي، تعلقي مٺيءَ جي شهر اسلام ڪوٽ جو رهاڪو آهي. ابتدائي تعليم پرائمري اسڪول اسلام ڪوٽ مان حاصل ڪيائين.



مئٽرڪ جو امتحان سال 1969ع ۾ پاس ڪري وڌيڪ تعليم کي جاري رکي نه سگهيو. آخر سال 1979ع ۾ بي. اي. ۽ سال 1981ع ۾ ايل. ايل. بي پاس ڪري وڪيل ٿيو. هن ميرپورخاص جي نامياري قانوندان ڪامريڊ روچيرام وٽ پرئڪٽس ڪئي. سال 1975ع ۾ هفتيوار "سچائي" ۽ "بيداري" اخبارن (ميرپورخاص) جو اسسٽنٽ ايڊيٽر به ٿي رهيو. هن نبي سر روڊ ۾ اڳوڻي ايم. اين. اي پارو مل "پريمي" (پريم پارڪري) سان گڏجي امر شهيد "روپلي ڪولهيءَ" جي ورسي ملهائي، جنهن جي صدارت سنڌي ٻوليءَ جي ماهر ڊاڪٽر غلام علي الانا صاحب ڪئي هئي. هن ورسيءَ ۾ ڪيترن ئي اديبن ۽ شاعرن شرڪت ڪئي. سال 1973ع ۾ آل سنڌ ڪولهي ائسوسيئيشن جي پليٽ فارم تان ڪيترن ئي غريب شاگردن کي پڙهائڻ جو بندوبست ڪيائين. روزانه اخبار "عبرت" ۾ سنڌس مشهور ڪالم "ٿر ۽ پارڪر ڪيئن آباد ٿيندو" 15 قسطن ۾ شايع ٿيو، جنهن ۾ حڪومت

پاڪستان جي سربراهه ۽ سنڌ گورنمينٽ جي اعليٰ عملدارن، حاڪمن کي ٿر جي ترقيءَ لاءِ هڪ "ماسٽر پلان" ناهڻ لاءِ مفيد مشورا ڏنل آهن سنڌ جي علمي ادبي ۽ سياسي حلقن سندس ڪالم کي تمام گهڻو داد ڏنو ٿر جي هن غريب طبقي جي فرد بلدياتي چونڊن ۾ اسلام ڪوٽ مان بي ڊي اليڪشن ۾ حصو ورتو هن وقت مٺي شهر ۾ وڪالت ڪري رهيو آهي. ڪيترن ئي مسڪين ۽ بي پهچ ماڻهن جي مفت قانوني مدد ڪندو آهي. سندس تعلق سنڌ هاري ڪميٽيءَ ۽ سنڌ ليبر پارٽيءَ سان پڻ رهيو آهي.

**پورو واهه**: تعلقي ڪرتڙي ضلعي خيرپور جي هڪ ديهه جو نالو. جنهن ۾ 'پورا وال' ۽ 'پورا واهه' نالي ٻه ڳوٺ آباد آهن.

**پُوري**: پکيءَ جو هڪ قسم ننڍڙو ڳائيندڙ پکي. جنهن کي "بلبل" به چئبو آهي (ڏسو: بلبل، جلد پهريون).

"سڻ پوريءَ جي پڪار، سڻ چتونءَ جي چونگار"

سنڌ جي هڪ مشهور عشقيه ۽ رومانوي داستان "ڦل وڌونئو ۽ پوريءَ" جي سورمي جو نالو "پوري" هو.

**پوري**[2]: هيءَ ميٺهن جو رنگ مطابق قسم آهي پوري رنگ واري ميٺهن. جنهن جون اکيون لال ڳاڙهيون ۽ رنگ پورو هوندو آهي. ان کي "پوري ميٺهن" سڏيندا آهن.

**پُوري**[3] (ڪتاب): 'پوري' سنڌ ۽ هند جي ناميار ڪهاڻيڪار خاتون، سندري اُتم چنداڻيءَ جي ڪهاڻين جي ڪتاب جو نالو آهي. جنهن ۾ سندس 11 ڪهاڻيون شامل آهن. هن ڪهاڻي ڪتاب جا نئين دنيا پبلشرس بمبئيءَ، ٻاران ڊسمبر 1979ع ۽ مارچ 1981ع ۾ ٻه ڇاپا ڇپجي چڪا آهن. 114 صفحن جي هن ڪتاب جي پهرئين ڇاپي جي قيمت پنج رپيا ۽ ٻئي ڇاپي جي قيمت ڏهه رپيا آهي. هن ڪهاڻين جي مجموعي تي ليکڪا کي انعام به ملڪي چڪو آهي.

**پُوري**[4]: انگريز عورت يا ان جي تصوير، ڇوڪرين جي کيڏڻ لاءِ بازار ۾ ملندڙ پلاسٽڪ جي ٺهيل گُڏي. انگريزن جي دور ۾ سڪن تي هڪ پاسي اکر ۽ ٻئي پاسي راڻيءَ جي تصوير هڻڻ ڪري سڪي جي ان پاسن کي اکر ۽ پوري پڻ سڏيو ويندو هو جيڪي لفظ اڄ به استعمال ٿين ٿا.

**پوري ڇوڪري حق جي ڳولا ۾** (ڪتاب): 1932ع ۾ انگريزي ادب جي مشهور شخصيت جارج برنارڊشا جو ڪتاب (Adventure of the Black Girl in her Search for God) لنڊن ۾ شايع ٿيو هو برنارڊشا جي قابليت ۽ قدآور شخصيت هجڻ سبب، هن ڪتاب ڇپجڻ سان وڏي ڌوم مچي وئي. هن ڪتاب ۾ برنارڊشا، انسان جي اوسر ۾ مذهب جي ڪردار تي سخت تنقيد ڪئي هئي ۽ آخر ۾ اهو نتيجو قائم ڪيو هئائين ته "مذهب انساني زندگيءَ ۾ ڪنهن بامعنيٰ ڪردار ادا ڪرڻ کان عاري آهي". سنڌ جو مشهور عالم علامه آءِ آءِ قاضي ۽ سندس گهرواري، جيڪي ان زماني ۾ لنڊن ۾ رهندا هئا. تن ان ڪتاب جو نهايت سنجيدگيءَ سان مطالعو ڪيو ۽ پنهنجي نقطہ نظر کي هڪ ناول Adventure of the Brown Girl in her Search for God ۾ آندو. جيڪو سال 1933ع ۾ لنڊن ۾ شايع ٿيو. هنن




پنهنجي ان ڪاوش کي برنارڊشا جي ڪتاب جو مٽ يا ساٿي (Companion) ڪوٺيو هن ڪتاب ۾ هنن دنيا جي سڀني مک مذهبن جي باٽين ۽ انساني تاريخ جي چونڊ دانشورن جي فڪر جي حوالي سان اهو واضح ڪيو ته انساني زندگيءَ جي اوسر ۾ مذهب جو ڪيڏو نه مثبت ۽ اٽل ڪردار رهيو آهي. اهڙيءَ طرح هن ڪتاب ۾ مذهب جي فلسفي ۽ تاريخ تي انساني اوسر جي حوالي سان نهايت مدلل ۽ بصيرت افروز بحث ٿيل آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو (انگريزي) سال 1968ع ۾ ۽ ٻيو ڇاپو 1979ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ ڇپيو. جڏهن ته هن ڪتاب جو مڪمل سنڌي عنوان "پوري ڇوڪري حق جي ڳولا ۾" سان ترجمو سومار علي سومري ڪيو جنهن جا پڻ 3 ڇاپا 1986ع، 2003ع ۽ 2005ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ پاران ڇپجي پڌرا ٿيا آهن. انگريزي ڪتاب ڪرائون سائيز جي 125 صفحن تي مشتمل ۽ سنڌي ڪتاب ڊيمي سائيز جي 142 صفحن تي مشتمل آهي. جنهن جي قيمت 65 رپيا آهي.

**پُوري ڏنگي**: مڪ جو هڪ قسم. جيڪا جيوائي مال کي ڏنگيندي آهي.

**پُوڪ**: بصر جي گل واري ڏانڊي. هلڪي قسم جي بصر جي ڳنڍ جي وچ وارو حصو. جيڪو جڻ ته بصر جي ڏانڊيءَ جو حصو هجي. انهيءَ نسبت سان ڪنهن بيوقوف، نڪمي يا بيڪار ماڻهوءَ جي لاءِ چوندا آهن "پوڪ بصر" يا "پوڪ بصر جو".

**پوڪر**: ٿرپارڪر ۽ ننگرپارڪر جي شهر وٽ ڪارونجهر جبل ۾ هڪڙي نموني جو ڪچو پٿر ٿئي ٿو جيڪو ان ٽڪر جي واريءَ مان ٺهيل آهي. ان پٿر کي پوڪر جو پٿر چوندا آهن. پارڪر جا غريب ڳوٺاڻا اهو پٿر سولائيءَ سان ڇيڻ يا چاپوڙن جي شڪل ۾ ڪٽي، ان کي ٽڪي، گهڙي، انهيءَ مان سرون گهڙيندا آهن ۽ انهن سرن مان پنهنجون جايون ناهيندا آهن. پٽيون پوڪر جون ۽ چٽيون چيرن جون جوڙيندا آهن پوڪر جي پٿر جي خاصيت آهي ته جيئن ان جي مٿان پاڻي پوندو تيئن سخت ٿيندو ۽ ڳرندو به گهٽ آهي.

**پُوڪري**: ضلعي ٿرپارڪر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**پوڳڙو**: تعلقي گهوڙا باريءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**پوڳڙي**: هڪ ذات جو نالو پڳڙن پچندڙن کي به 'پوڳڙي' چئبو آهي.

تعلقي کنڊياري ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان چار ڳوٺ شامل آهن.

**پوڳنا جو سفر** (ڪتاب): هي بيدل مسرور جي ڪهاڻين جو ڪتاب آهي. جنهن ۾ ٻارنهن ڪهاڻيون شامل آهن. هن ڪتاب جو مهاڳ ليکڪ "مان ۽ منهنجون ڪهاڻيون" جي عنوان سان لکيو آهي ۽ ڪتاب جي اربنا هنن لفظن ۾ ڪئي آهي ته: "انهن جهڙين سموري دنيا جي، گذري ويل دورن توڙي ايندڙ وقتن جي، اهڙين سڀني مائرن جي نالي جن جا پار ابا ننڍڙا ئي هوندا آهن، جو سندن مڙس مري ويندا آهن". هن ڪرائون سائيز جي 214 صفحن تي مشتمل ڪتاب کي منصور پبليڪيشن حيدرآباد آگسٽ 1988ع ۾ ڇاپيو آهي ۽ ان جي قيمت 20 رپيا آهي.




**پوڳهڙو**: هڪ قسم جي خوراڪ آهي. جنهن کي "پوڄ" به چئجي ٿو جيڪا گيهه ۾ ڪڻڪ جي ڦڪل اٽي سان ڪڻڪ، باداميون ۽ ٻي مغزات ۽

مصري وغيره ملائي ناهبي آهي. سنڌ ۾ هي پوکڻو ويمر وارين عورتن، بيماريءَ مان اٿيل ۽ ڪمزوريءَ ۾ ورتل ماڻهن کي طاقت لاءِ خوراڪ طور ڪارائيندا آهن. اتر سنڌ ۾ ان کي 'پنجيري' به چوندا آهن.

**پولا ڪلهوڙا:** ديهه قنبر ۾ هڪ ديهه جو نالو، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: نئون ڳوٺ، پولا ڪلهوڙا، چنديا ڪلهوڙا، مياڻي، ميانداد مغيري، غلام فقير جو ڳوٺ، شيخن جا گهر، ڪرم پوڪ، مريد خان مغيري ۽ ڏنو مغيري.

**پولا ڪلهوڙا:** هي ڳوٺ قنبر کان 10 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي، ڏکڻ طرف، وڳڻ لاڙڪاڻي روڊ جي اتر ۾، 200 گهرن تي مشتمل، 10 فوٽن جي هڪ دڙي تي آباد آهي. هن ڳوٺ کي يونين ڪائونسل هيڊ ۽ سرڪل قنبر ۾ ديهه جي به حيثيت حاصل آهي. هن ڳوٺ جي اولهه ۾ چنديا ڪلهوڙا، اتر ۾ ڳٽ شاخ (نصير شاخ)، ڏکڻ ۾ گهوگهارو ۽ اوڀر ۾ نئون ڳوٺ واقع آهن. ڳوٺ جي نالي مان ئي خبر پوي ٿي، ته هتي پهرين ڪلهوڙن وسڻ، هتي مقامي روايتن موجب 1782ع ۾ ڪلهوڙن جي اقتدار جي زوال کان پوءِ جڏهن ٽالپر سنڌ جا حڪمران بڻيا، تڏهن هتي مقامي ڪلهوڙن تي ظلم ڪيا. ڪلهوڙن کي گهوڙي تي سواري ڪرڻ، پڳ ٻڌڻ ۽ جاگير رکڻ حرام قرار ڏني. ڪيئن گداگري ۽ فقيريءَ تي مجبور ڪيو ويو. ڪلهوڙن جو شاهي خاندان ته سنڌ ڇڏي هليو ويو. باقي جيڪو غريب خاندان رهيو، انهن مان ڪن گهراڻن پنهنجي ابائي ڌرتيءَ کي ڇڏڻ بجاءِ فقيري ۽ گداگري قبولي پولا، رڇ ۽ ٻيا جانور پالڻ شروع ڪيا. جهنڪري اهي اڳتي هلي، انهن جانورن جي نسبت سان مشهور ٿي ويا. هن ڳوٺ جي نالي مان معلوم ٿئي ٿو ته هتي جيڪي ڪلهوڙا آباد ٿيا هئا، اهي پولا پاليندا هئا. جهنڪري پولائي ڪلهوڙا مشهور ٿيا ۽ اهڙيءَ ريت هن ڳوٺ تي به اڳتي هلي "پولا ڪلهوڙا" نالو پئجي ويو. هن ڳوٺ جي تاريخي قدامت مان معلوم ٿئي ٿو ته هي ڳوٺ 55-1750ع ڌاري آباد ٿيو آهي. جيڪو 87-1738ع ڌاري "پولا ڪلهوڙا" جي نالي سان سڃاڻپ ۾ آيو.

**پولڙا:** هڪ ذات جو نالو.

**پولڙو:** جهنگلي جانور جو هڪ قسم، جنهن کي "پولو" به چوندا آهن. هي وڻن تي رهندڙ آهي ۽ وڏا وڏا ٽپ ڏئي هڪ وڻ کان ٻئي وڻ تائين پهچندو آهي. انهيءَ طرح سڄي جهنگ ۾ هلندو رهندو آهي. پولڙي جو پڇ سندس جسماني توازن قائم رکڻ ۾ مدد ڏيندو آهي. پولڙو اڪثر خاموش رهندو آهي پر ڪنهن ڪنهن وقت "خر خر" جو آواز ڪڍندو آهي ۽ ويڙهه وقت ته گهڻو شور ڪندو آهي. پولڙي جي خوراڪ جهنگلي ميوا ۽ ڪچا پن آهن. خوراڪ ڳلن اندر ڀري آرام سان ويهي چٻاڙيندو آهي. هن جي ڳلن ۾ خوراڪ کي ذخيري ڪرڻ لاءِ ٿيلهيون ٺهيل هونديون آهن.



پولڙا گروهن جي صورت ۾ رهندا آهن ۽ سڀني کان طاقتور پولڙو سندن سردار هوندو آهي. ٻئي گروهه جي پولڙي کي پنهنجي برادريءَ ۾ شامل ٿيڻ نه ڏيندا آهن. مادي گهڻو ڪري هڪ ٻچو ڏيندي آهي ۽ ان سان گهڻو پيار ڪندي آهي ۽ اهو اڪثر سندس پٺيءَ تي سوار رهندو آهي.

ڊارون جي ارتقائي نظريي مطابق انسان بانڊر جو سڌريل نسل آهي. هن جي سمجهه، عضوا ۽ حرڪتون سوا انسان جي ٻين سڀني جانورن کان سڌريل آهن.

عام طرح سنڌ ۾ جنهن جانور کي "پولڙو" چئبو آهي. ان جا چمپانزيءَ کان لنگور تائين ڪيترائي قسم آهن. جيڪي شڪل جي لحاظ کان هڪ ٻئي کان مختلف آهن. سنڌ ۾ پولڙن جو نسل هن وقت ڪو نه ٿو ٿئي. ليڪن هتي پولڙا ٻين ٻهراڙي علائقن مان قاسائي آندا ويندا آهن.

پولڙو جهنگلي ۽ پالتو جانور آهي. هن جو نڪ ڦٽل هوندو آهي. هن جون اکيون متروانگر، نرڙ سوڙهو ۽ ڏند تکا ٿيندا آهن. هن جو پڇ ڊگهو ۽ سڌو هوندو آهي. گهڻي پاڳي هن جا وار پورا ٿيندا آهن. پولڙو اهڙن جانورن ۾ شمار ٿئي ٿو جيڪي دنيا ۾ وڌ ۾ وڌ ملڪن ۾ ٿين ٿا. قد ڪاٺ ۾ هن جنس جي جانور جي بيهڪ مختلف ٿئي ٿي. پيلن ۾ هڪ وڻ کان ٻئي وڻ تائين ٽپا ڏيندو آهي. انهن ٽپنگ ٽپن ۾ ٿي هي سفر ڪندو آهي. جتي هن جا هٿ ناهن پهچندا اتي پڇ کان ڪم وٺندو آهي. پولڙو ڪيترن ئي ماڻهن لاءِ ڪمائيءَ جو ذريعو آهي. سرڪسن ۽ چڙيا گهرن ۾ هي ماڻهن جي نظر جو مرڪز هوندو آهي. پولڙو ماڻهن جي اهل ڪرڻ خوب ڄاڻي. هي هر ڳالهه سکڻ جي اهليت رکي ٿو. خوراڪ ۾ پولڙو هلڪي غذا استعمال ڪندو آهي. اڪثر ڪري ميوا کائيندو آهي. ننڍا ٻکي، آنا وغيره به کائيندو آهي (وڌيڪ تفصيل ڏسو: "بانڊر").

هندن جي ڌرمي ڪتاب رامائڻ جي هڪ ڪردار ۽ راوڻ سان ٻڌ وقت شري رامچندر جو ساٿ ڏيندڙ ۽ سيتا کي لنڪا ۾ ڳولي لهندڙ 'هنومان' به پولڙن جي نسل مان هو (وڌيڪ ڏسو: هنومان).

**پولو پهلوان:** پاڪستان ۾ ڪشتيءَ جو مشهور رانديگر پولو پهلوان، جنهن جو اصل نالو منظور احمد هو. امرتسر جي رهاڪو امام بخش جي گهر ۾ 1927ع ڌاري ڄائو. پولو پهلوان جو پورو خاندان ڪُشتيءَ جي راند جو ماهر هو. هن پهلوان ڪشتيءَ جي تربيت پنهنجي پيءُ ۽ چاچي کان حاصل ڪئي هئي. 1949ع ۾ يونس پهلوان کي شڪست ڏئي "رستم پاڪستان" جو اعزاز حاصل ڪيائين. رستم زمان گاما پهلوان جي انتقال کان پوءِ پولو پهلوان دنيا جي ڪشتيءَ جي سمورن پهلوانن کي وڙهڻ جو چئلينج ڪيو. چئلينج ۾ شرط رکيائين ته "مقابلو ڪندڙ پهرين منهنجي چئن پاٽڙن سان، واري واري سان وڙهندو. پوءِ جيڪو انهن مان ڪنهن کي شڪست ڏيندو، ان سان هو پاڻ وڙهندو. اهڙي طرح پوريءَ دنيا مان پولو پهلوان سان ڪو به نه وڙهيو. 1963ع ۾ پولو پهلوان کي



گاما پهلوان جو جانشين مقرر ڪيو ويو. ڪيس گاما جو گرز سون جي بڻي ۽ زري ۽ جي پڳڙي ڏني وئي. 1967ع ۾ پولو پهلوان انگلستان جو دورو ڪيو، جتي فتح حاصل ڪيائين. جنهن تي ڪيس پاڪستان جي ان وقت جي صدر ايوب خان ۾ لک رپيا انعام ڏنا. ڪشتيءَ جي هن راندين 8 مارچ 1985ع تي انتقال ڪيو. ڪيس سنڌ ۾ انعام ۾ زمين به ڏني وئي هئي، جيڪا ڳالهه سخت تنقيد جو باعث بڻي ۽ سنڌ جي ماڻهن احتجاج ڪيو هو.

**پولي ناٿ شو شنڪر مندر:** هي مندر ماڙيپور ۾ بلهيجي (هاڪس بي) ڏانهن ويندي ساڄي هٿ تي روڊ سان آهي. هن مندر جي هاٿوڪي جاءِ 1884ع جي تعمير ڪيل آهي. مندر سادو صاف سٿرو آهي. جيڪو پاڪ مائيسري پنچائت جي حوالي آهي. انهيءَ مندر جي اتر پاسي فٽبال ميدان جي سامهون هڪ پراڻو مندر "واڇرو مندر" موجود آهي. هن جي ٿوري فاصلي تي راما پير مندر آهي. جيڪو 1955ع جو ٺهيل آهي.

**پوُ مڙيئي پيل** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌ جي سڄاڻ ليکڪ ڪامريڊ عزيز سلام بخاريءَ جي مضمونن ۽ مقالن جو مجموعو آهي. هن ڪتاب ۾ ليکڪ سنڌي قوم سان ٿيندڙ زيادتيءَ، ترقي پسند تحريڪ، ورهاڱي کان پوءِ لڏي آيل مهاجرن ۽ ٻين مسئلن تي لکيو آهي. هي ڪتاب سهائي پبليڪيشن حيدرآباد 1992ع ۾ ڇاپيو. 80 صفحن جي هن ڪتاب جي قيمت 15 رپيا آهي.

**پومڪا** (ڪتاب): هي؛ ڪتاب آسودي مل ٺهلرام جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 24 صفحا آهن ۽ ليکڪ، پائينڊ پريس، حيدرآباد، مان سال 1938ع ۾ ڇپايو هو.

**پومي آملو/ آنورا** (Amla (Phyllanthus Niruri / Emblica) : هي هڪ قسم جي جڙي ٻوٽي آهي. جنهن کي لاطينيءَ ۾ Phylanthus Niruri Linn، سنسڪرت ۾ پومي آملڪي، هنديءَ ۾ ڀوئي آملو ۽ گجراتيءَ ۾ ڀون انولي چئبو آهي. هي Aristochiaceae آڪهه مان آهي. هي هڪ ميٽر ڊگهو ٻوٽو آهي. هن جو ٻيو ٻوٽو زمين تي پکڙيل هوندو آهي. هن جا پن آنوري جي پن جهڙا ۽ گل به اهڙو ئي ٿئي ٿو ۽ هن جو ڦل مگ جيترو ٿئي ٿو جنهن کي آنوري وانگر ليڪون هونديون آهن. ذائقي ۾ تمام ڪڙو ٿيندو آهي. هند ڪانسواءِ سنڌ جي ميداني علائقن ۾ ٿئي ٿو. هي حڪمت ۾ ڪم اچي ٿو.



**پونڙ بصر** (.Wild Onion (Allium Spp: برسات ۾ اُڀرندڙ ٻوٽو آهي جنهن جي پاڙ ۾ بصر جهڙي ڳنڍ ٿيندي آهي. هن کي "جهنگلي بصر" به چوندا آهن. جيڪو سواد ۾ ڦڪو ۽ ليسدار ٿيندو آهي ۽ پاچي طور ڪم ايندو آهي.



**پونيار:** ضلعي سانگهڙ جي تعلقي ٽنڊي آدم ۾ هڪ ديهه جو نالو. جنهن ۾ هينيان ڳوٺ شامل آهن: 'حاجي جاني ڪلوئي'، 'عبدالله ڪلوئي'، 'رحيم ملوڪائي'، 'حاجي محمد خان ملوڪائي'، 'علڻ ملوڪائي'، 'رئيس پيربخش مري'، 'ملوڪ ملوڪائي'، 'عمراڻي'، 'الهه بخش ملوڪائي'، 'رسول بخش بوزدار'، 'ميرمحمد بوزدار'، 'حاجي پيربخش ٿهيم' ۽ 'عرس بوزدار'.

**پونياڙو:** پونءِ معنيٰ زمين، پاڙو معنيٰ محصول: زمين واارڻ جو محصول. خالي پٽ جي مسواڙ.

**پونيت پور:** تعلقي گنبٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هينيان ڳوٺ شامل آهن پونيت پور، منگلا، انب، رانول، وڳڻ مگنيجو، گورچاڻي، آريون ۽ مسافر مگنيجو.

**پونتريو:** تتر جي رنگ جهڙو هڪ قسم جو ٻڪي. (وڌيڪ ڏسو "پاڙو")

**پونڊڻ ڪنڊيو** (Farrwoing Crate): مادي سوئر جنهن کي پونڊڻ چئبو آهي. ان کي ڦابو جهلي ٻيهارڻ لاءِ ڪٽب ايندڙ لوهي ڪنڊيو يا پڃرو. جيڪو پونڊڻ جي ليٽڻ سان ڇيڇي مرڻ کان بچاءَ خاطر سوئرن جي واڙي ۾ رکيو ويندو آهي. هي لوهي ڪنڊيا يا پڃرا گولاوان ٿين ٿا. هي پونڊڻ جي ٿڻن جي چڪاس لاءِ پڻ ڪم ايندا آهن.



**پُونڊو:** هٿ جون پنج ئي آڱريون کولي سامهون ڏيکارڻ جنهن جو مقصد آهي "لعنت وجهڻ". پونڊي ڏيڻ جي رسم سنڌ ۽ سرائيڪي بيلٽ جي ماڻهن ۾ آهي. جيڪا نفرت ۽ بي عزتيءَ جي علامت آهي. سنڌ ۾ پونڊي کي "ٽچو" به چيو ويندو آهي. پونڊو ڏيڻ مهل هي لفظ به چوندا آهن: "لَکَ جي لعنتِ".

**پؤنر بيلو:** پئونر بيلو تعلقي ڪنڊياري ۾ آهي سٺ ستر سال اڳ هن بيلي ۾ ڦاڙهن جو شڪار ٿيندو هو ان وقت پئونرن جي بيلي ۾ تورا گهڻا ڦاڙها به هوندا هئا. هيئنر اتي سڄ پٽي والا ڪري ۽ اهو ساڳيو بيلو نه رهيو آهي.

**پؤنر پري آڪاس** (ڪتاب): هي؛ ڪتاب، شيخ اياز جي شاعريءَ جو پهريون مجموعو آهي، جيڪو 'رائيٽرس گلڊ آف پاڪستان' جو انعام يافته آهي هن شعري مجموعي ۾ شيخ اياز جي 1947ع کان اڳ ۽ 1947ع کان پوءِ ڏهن پندرهن سالن جي شاعري شامل آهي هن ڪتاب ۾ شيخ اياز هڪ طرف سنڌ جي قديم شعري هيئتن يعني بيت، دوهي، وائين ۽ گيتن تي مشتمل پنهنجي جديد شاعري پيش ڪئي آهي، ٻئي طرف نظم، آزاد نظم، غزل ۽ قطعي جي صنفن تي لکيل پنهنجو ڪلام پيش ڪيو آهي هن ڪتاب ۾ اياز جي بيتن جي هيئت ڪلاسيڪي شاعريءَ جي بيت جهڙي آهي، پران جي موضوعن ۾ جدت آهي سندس وائين جي هيئت ۽ موضوعَ قديم وائين کان جداگانه ۽ جديد آهن سندس دوهن ۽ گيتن جو موضوع به ڪلاسيڪي دوهن ۽ گيتن کان وسيع آهي غزل جي فارسي روايتن کان هٽي، اياز ان کي سنڌي روايتن سان رڱي پيش ڪيو آهي ڊيمي سائيز جي 233 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1962ع ۾ ڇپيو هو جنهن تي ان وقت جي حڪومت پابندي وڌي هئي هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو نيو فيلڊس پبليڪيشن حيدرآباد 1989ع ۾ ۽ ٽيون ڇاپو جولاءِ 1992ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ٽئين ڇاپي جي قيمت 80 رپيا رکيل آهي هن ڪتاب جو چوٿون ڇاپو روشني پبليڪيشن ڪنڊياري پاران 2008ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.




ثقافت ۽ سياحت کاتي، حڪومت سنڌ پاران، شيخ اياز جي شاعريءَ جي ڇهن ڪتابن 'پؤنرپري آڪاس'، 'ڪلهي پاتم ڪينرو'، 'ڪي جو ٻيجل بوليو' ۽ 'وڄون وسڻ آئيون' تي مشتمل پهريون جلد ('پؤنرپري آڪاس' جي نالي سان، شيخ اياز جي ڪتابن جي اشاعتي رٿا جي 22 جلدن مان هڪ جلد) جون 2008ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو آهي، جنهن جو مهاڳ نامور دانشور محمد ابراهيم جويي "منهنجي خوابن جي ساپيان" جي عنوان سان لکيو آهي. جڏهن ته هن جلد جو مرتب ناليوارو اديب تاج جويو آهي. ڊيمي سائيز جي هن پڪي جلد جي 864 صفحن واري ڪتاب جي قيمت 500 روپيا آهي.




**پؤنر ڪلي:** ٻارن جي ڪرڻ لاءِ ڦرڻي پينگهه، هڪ ڪاٺي زمين ۾ کوڙي، پي ان جي مٿان سل ڪري ان ۾ وجهندا آهن پوءِ ڦرڻ واري ڪاٺيءَ کي ٻنهي پاسن ٽوڙي ٻڌي لوڏ ناهيندا آهن. انهيءَ لوڏ ۾ ٻنهي پاسي هڪ هڪ ٻه ٻار چڙهي ويهندا آهن ۽ ٻيا ٻار انهن کي جهڪلي وانگر ڦيرائيندا آهن.

ان کانسواءِ بلبل جي چيله ۾ پڌل ڏور، جنهن ۾ گول چلو هوندو آهي، جيڪو بلبل جي ڦرڻ سان گڏ پيو ڦرندو آهي ڪڪڙ جي پير ۾ پڌل لوهي گول ڦرڻو چلو ٻڌل هجي، ڪُتي ۽ گهوڙي جي ڳچيءَ ۾ ٻڌڻ لاءِ ٻتي يا ڳراهيءَ کي به "پونر ڪلي" چوندا آهن.

سٽ ڪتڻ لاءِ هڪ سڌي ڪوڪي تي گهمندڙ اوزار کي به "تڪڙ تڪلي" يا "پونر ڪلي" سڏيو آهي.

**پونري:** مغز جي ڦيري، پنوائي، مٿي تي وارن جي گول گهنڊي، جيڪا ماڻهو يا جانور جي وارن ۾ ٿيندي آهي.

پينگهي جي پونيڙي، پينگهي جي پاسن کان ڪاٺي؛ جون تنديڙيون جنڊي تي چڙهيل پونيڙيون سوئهن جي لاءِ وجهندا آهن جيڪي هٿ سان ڦيرائي سگهبيون آهن.

**پوَن سنڌي:** سنڌي ٻوليءَ جو ڪهاڻيڪار ۽ شاعر پون سنڌي، جنهن جو پورو نالو پوندلداس پٽ جشرامداس لوهاڻو آهي. 11 جنوري 1954ع ۾ 'سنڌ رانيءَ' ۽ مير باگي خان' جي شهر ٽنڊي باگي ۾ جائو پرائمري ۽ سيڪنڊري تعليم ٽنڊي باگي مان حاصل ڪيائين ايم. ايس سي (ڪيمسٽري) سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري مان ڪيائين ان کان سواءِ ايم. اي (اقتصاديات) ۽ ايل ايل بي جا امتحان پهراس ڪيل اٿس هن وقت اسوسيئيٽ پروفيسر طور گورنمينٽ ڪاليج ڪوٽڙيءَ ۾ تعليم ۽ تدريس جون خدمتون بجا آڻي رهيو آهي. پون سنڌي دنيا جي مختلف ٻولين جي نامور ڪهاڻيڪارن جون 100 کان وڌيڪ ڪهاڻيون ترجمو ڪري چڪو آهي. سندس ڪهاڻين جو هڪ مجموعو "گوري، گهاگهر ۽ گونڊر" (1985ع) ۽ شاعريءَ جو مجموعو "ٽنڊري، سپنا ۽ صليب" (1986ع) ڇپيل آهن هن جا سنڌيءَ ۾ ڪيترائي ادبي ۽ تنقيدي مضمون به ڇپيل آهن سنڌ ۽ پاڪستان جي مختلف شهرن ۽ ثقافتي ماڳن تي مشتمل سفرناما، مختلف ادبي رسالن ۾ ڇپيل اٿس. پون سنڌي، سنڌي ادبي سنگت ٽنڊي باگي جي باني ميمبرن مان آهي. هيءَ سنڌ گريجوئيٽس ائسوسيئيشن ۽ اولڊ بوائز ائسوسيئيشن، ٽنڊي باگي جو سرگرم عهديدار رهي چڪو آهي.



**پونقاز/ پونقوز** Mushroom (Podaxis Pistillaris): ڪنڀيءَ جو هڪ قسم آهي، هڪ قسم جي اوڙ، جيڪا برسات کان پوءِ اُڀرندي آهي. ڪنڀي ٿلهي ٿيندي آهي ۽ پونقوز وڏو ٿيندو آهي. جيئن ته اها اوڙ نرم زمين کي ڦاڙي اُڀرندي آهي، تنهنڪري ان تي نالو پون ڦوڙ رکيو ويو.



**پونگر:** سومرن جي دور حڪومت ۾ ٽي پونگر حاڪم ٿيا. جن مان هر هڪ جو مختصر احوال هيٺ ڏجي ٿو:

پونگر-I: سومار جو پٽ ڀهريون پونگر 448هه/1056ع ۾ حاڪم ٿيو. هن جو نالو سلطان عصام الدين پونگر هو. هي اڃا هڪ سال جو ٻار ئي هو ته سندس پيءُ سومار وفات ڪري ويو. ان ڪري ملڪي انتظام هلائڻ لاءِ هڪ ڪائونسل ناهي وئي جا انتظام هلائڻ جون ذميداريون سرانجام ڏيندي هئي. پر افسوس جو انهن اميرن ۽ وزيرن جا نالا سنڌ جي ڪنهن به تاريخ ۾ موجود نه آهن.

جڏهن پونگر 17 سالن جي عمر کي پهتو ۽ ملڪي انتظام هلائڻ جي لائق ٿيو ته موت ڪيس مهلت نه ڏني. هن جي دور جي سٺي ڳالهه اها نظر اچي ٿي ته عوام پونگر کي دل سان پنهنجو حاڪم مڃيو. ان ڪري پونگر جي پندرهن سالن جي دور حڪومت ۾ اميرن وزيرن ۽ ٻين بااثر ماڻهن ڪنهن به قسم جي ڪا به سازش نه ڪئي. پونگر تمام بهادر ۽ جنگي فن ۾ ماهر هو. هن ٻه شاديون ڪيون. هڪ زال مان دودو ۽ ٻي مان حنيف ڄاوا. ولي عهد دودو مقرر ٿيو. عصام الدين پونگر 466هه/1073ع ۾ وفات ڪئي.

پونگر-II: سلطان سيف الدين طائي جي وفات کان پوءِ سندس پٽ پونگر سنڌ تي حاڪم ٿيو. پونگر-II جو نالو سلطان شمس الدول يا شمس الدين هو. پونگر تخت تي ويهندي ئي عيش و عشرت ۾ مشغول ٿي ويو. پر پوءِ عبرت حاصل ڪرڻ کان پوءِ پنهنجن وڏن وانگر حڪومت سنڀاليائين. پهرين شادي هڪ شاهي گهراڻي مان ڪيائين. جنهن مان هن کي ڪو به اولاد نه ٿيو. ان ڪري ٻي شادي هڪ غريب گهراڻي مان ڪيائين. جنهن مان هڪ شهزادو ڄاوو جنهن جو نالو جنيسر رکيائين. ڪجهه عرصي کان پوءِ پونگر ٽين شادي سومرن مان ڪئي. جنهن مان پڻ هڪ حسين شهزادو ڄاوو. اهڙا جوڙا پٽ ورلي پيدا ٿين. هن جو نالو دودو رکيائين ۽ هن زال مان پونگر کي هڪ ڌيءُ به ٿي.

پونگر پنهنجي ٻنهي پٽن جنيسر ۽ دودي جون شاديون پنهنجي خاندان جي شهزادين سان ڪرايون. جنيسر کي ٻه پٽ ٿيا ۽ دودي کي به ٻه پٽ هڪ فخرالدول ۽ ٻيو محسن الدول پونگر (ٽيون) ۽ هڪ ڌيءُ زبيده ٿي.

سلطان شمس الدين پونگر ثانيءَ جي بادشاهي 638 هه/ 1240ع کان 678 هه/ 1279ع تائين رهي.

پونگر-III: سلطان دودي جي شهيد ٿيڻ کان پوءِ سندس ننڍي پٽ پونگر کي ڀڳ ٻڌي تخت تي ويهاريو ويو. پر حڪومت جو ڪاروبار سلطان ظهير الدين (پونگر جو سئوٽ) ناصر الدول جي هٿ هيٺ رهيو ۽ جڏهن محسن الدول پونگر (ٽيون) جوان ٿيو تڏهن سلطان ناصر الدول هن کي عرض ڪيو ته هاڻي حڪومت جون واڳون اوهين سنڀاليو. ان تي پونگر جواب ڏنو ته سلطان ظهير الدين تمام سهڻي نموني حڪومتي ڪاروبار هلايو آهي. انهيءَ ڪري آءٌ تڏهن خوش ٿيندس. جڏهن آءٌ ظهير الدين جي پٽ کي راڄ ڪندو ڏسندس. (حوالو: ڪتاب سومرا دور)

**پُونگَڙي:** ٻلغاري نڙ وارو حصو. حقي جي نڙي. چلم.

ننڍي جهڙيءَ يا پونگيءَ کي به "پونگڙي" چئبو آهي. جيڪا ڪڪائين هوندي آهي.

**پونگ شريف جي مسجد:** مشهور ۽ خوبصورت مسجد پونگ شريف جي تعمير جو بنياد 1932ع ۾ ڳوٺ پونگ تعلقي صادق آباد ۾ رکيو ويو. هيءَ مسجد پنهنجي بناوت ۽ خوبصورتيءَ جي ڪري هنڌين ماڳين مشهور آهي ۽ اسلامي طرز تعمير جو اعليٰ نمونو آهي. ان جي تعمير کي 50 سالن کان وڌيڪ عرصو لڳي ويو. به ان جي زيبائش جو ڪم هلندو



رهي ٿو مسجد جي اڏاوت لاءِ سامان ۽ ماهر ٻين ملڪن کان به گهرايا ويا ۽ 1000 جي لڳ ڀڳ محنتي مزدورن ان جي تعمير ۾ حصو ورتو ان جي زيبائش ۾ سون جو استعمال به ٿيو. هن مسجد جي تعمير اتي جي زميندار رئيس غازي محمد مرحوم سال 1951ع ۾ شروع ڪرائي. جنهن جي زيبائش جو ڪم وقت بوقت هلندو رهي ٿو. هن ڪم ۾ رئيس غازي محمد مرحوم جي سموري زمين ۽ ملڪيت خرچ ٿيندي رهي. هن مثالي ۽ خوبصورت مسجد جو ٺهرائيندڙ رئيس محمد خان نهايت محبت ڀريءَ طبيعت جو مالڪ هو. عشق رسول محمد صلي الله عليه وسلم سندس رڳ رڳ ۾ سمايل هو. فقيرن ۽ ولين جو ته خادم هو. اتيڙ قبيلي جي رهبر سلطان العارفين سان سندس والهانه محبت هئي.

مسجد پونگ شريف کي پنهنجي ديده زيب تعمير ۽ تزئين سبب 1986ع ۾ آغا خان ڪلچرل اوارڊ مليو، جيڪو آهي. هن اواڊ جي حصول لاءِ دنيا جي پنجن ئي کنڊن ايشيا، يورپ، آمريڪا، آفريڪا ۽ آسٽريليا مان لڳ ڀڳ 23 پراجيڪٽ مقابلي لاءِ پهتا هئا. جن مان مسجد پونگ شريف پهرئين نمبر تي رهي. ان کان سواءِ انٽرنيشنل جيوريءَ جي ميمبرن مراڪش جي ولي عهد ۽ اردن جي ولي عهد پاران مسجد جي تعمير ڪندڙ ڪاريگرن لاءِ 50 هزار ڊالر انعام طور ڏنا ويا. جڏهن ته مسجد جي خدمتن عيوض رئيس غازي محمد کي 2004ع ۾ صدارتي اوارڊ "ستاره امتياز" سان به نوازيو ويو ۽ مسجد جي تصوير واري ٽپال ٽڪلي به جاري ڪئي وئي. ان ديده زيب مسجد کي ڏسڻ لاءِ ڪيترائي ماڻهو اچن ٿا.

**پونگي واري:** تعلقي ناري ۾ هڪ ديهه جنهن ۾ هڪ ڳوٺ ڪمراهو پنيرو شامل آهي.

**پونوچ سمنڊ:** هيءَ سمنڊ 'بحيره روم' جي نالي سان مشهور آهي. جنهن کي 'The Mediterranean Sea' سڏيو وڃي ٿو اهو لفظ لاطيني ٻوليءَ جي 'Mediterraneus' مان ورتل آهي. جنهن جي معنيٰ 'زمين جي وچ ۾' آهي. ڇو ته هن سمنڊ جي چوڌاري زمين پکڙيل آهي. انهيءَ ڪري اسان وٽ ان کي پون + وچ (پونوچ) سمنڊ سڏيو وڃي ٿو.



زمين ۾ گهيريل هي وڏو سمنڊ يورپ جي ڏکڻ ۾، آفريڪا جي اتر ۾، ڏکڻ ايشيا جي ڏکڻ ۾ واقع آهي. پونوچ سمنڊ جي اولهه ۾ يورپي ملڪ قائم آهن. اولهه طرف آبنائي جابلو سلسلي ذريعي هي بحر اوقيانوس سان وڃي ملي ٿو. پونوچ سمنڊ 2325 ميل ڊگهو ۽ 500 ميل ويڪرو آهي.

**پونشرو:** اصل لفظ "ٻهرو" آهي. جنهن کي ٿري/ سنڌيءَ ۾ "پونشرو" چيو ويندو آهي. ننگرپارڪر شهر جي الهندي طرف پهاڙن اندر هڪ قديمي پونشرو (ڪنڊ) نهيل آهي. جيڪو زبون حالت ۾ آهي. انهيءَ پونشري ۾ سوڍن جي حڪمرانيءَ دوران، خزانو لڪايو ويندو هو ان لاءِ ماڻهن ۾ عام روايت آهي ته اهو پونشرو گوڙيءَ جي مندر واري پونشري سان مليل هو. ننگرپارڪر ۽ گوڙيءَ جي وچ ۾ اٽڪل چوويهه ميلن جو مفاصلو آهي. "جين ڌرم" وارا گوشه نشين ٿي عبادت ڪرڻ خاطر ٻهرا ٺهرائيندا هئا. "ڪُر" ۾ اهڙا ٻهرا گوڙيءَ جي مندر ۾ به موجود آهن. جيڪي هن وقت آثارِ قديمه ۾ شمار ٿين ٿا. انگريزن جڏهن سنڌ فتح ڪرڻ کان پوءِ ان علائقي کي ٽڪرن کان فتح ڪيو ته ڪين ان پونشري ۾ خزاني جو ڏس مليو ۽ هنن وڏي پشماني تي ان جي کوٽائي شروع ڪئي. پر هو انهيءَ مان ڪجهه به حاصل نه ڪري سگهيا.

**پونڍ:** پوڻي، ڦرڻي يا گرڻي. جيڪا کوهه تي لڳل ٻيلنگهه جي سرائيءَ ۾ پيل هوندي آهي. جنهن جي مدد سان کوهه مان پاڻي ڪڍي سگهبو آهي. هي ڪاٺ جي نهيل هوندي آهي. هي ڪاٺ جو ٽڪر جنديءَ تي چاڙهي گول ڪندا آهن. ان جي مٿان گولائي وڌائڻ لاءِ ٻي ڪاٺ جا ٽڪر هڪٻئي سان اهڙيءَ طرح ٺهڪائي ڳنڍيندا آهن. جيئن گولائيءَ ۾ پورا ٿي اچن ۽ هڪ چڪرو ٺهي پوندو آهي. چڪري تي ٻنهي پاسن کان به يا ٽي ڪانچا ڪڍندا آهن. جتان ورت (رسو) ڦرندو آهي ۽ وچ ۾ ٿلهي ڪانچي ۾ لوهه جي مضبوط سيخ يا مضبوط ڪاٺيءَ ۾ اٽڪائي قابو ڪندا



آهن. پوڻ جي وچ ۾ ٽنگ هوندو آهي. جنهن کي "ساڻ" چوندا آهن انهيءَ ٽنگ کي گسڻ کان بچائڻ لاءِ ٻنهي پاسن کان لوهه جا گول ويڪرا ڇلا وجهندا آهن. جن کي "آڻ" چون ٿا. پوءِ انهيءَ ٽنگ جي وچ ۾ ڪاٺي وجهندا آهن. جنهن تي پوڻ ڦرندي آهي. ان کي "ڪرڙاڪ" چون. اهو ڪرڙاڪ کوهه جي منهن تي لڳل ڪاٺ جي ڪرهڙ جي مڪڙن ۾ ٽنگ ڪري ان ۾ ٻنهي پاسي اٽڪائي ڇڏيندا آهن. "آئن" کي وقت به وقت ڪڙو تيل پيا لائيندا آهن. جيئن اُن تي ڪٽ نه چڙهي ۽ پوڻ کي ڦرڻ ۾ اٽڪاءُ نه ٿئي. ان کي "وانگ" چون. جيئن مشينن جي پرزن کي تيل ڏبو آهي.

**پٺڻ پور:** شاهه عبداللطيف ڀٽائي ؒ جي جنم واري هنڌ بابت تحقيق ڪندڙ جا مختلف رايا آهن. ڪي چون ٿا ته شاهه عبداللطيف ڀٽائي ؒ پٺڻ پور هالا حويلي ۾ ڄائو هو جيڪا هالا جي پسگردائيءَ ۾ هئي. ڪن جو خيال آهي ته اها هالا حويلي اڏيري لعل ۽ مٽياريءَ جي ڀرپاسي ۾ هئي. ڪي وري هالا حويليءَ جو محل وقوع ٽنڊي ڄام ڀرسان ڪٽياڻ ڳوٺ ڀڄائين ٿا. ڪن محققن جو وري هيءُ خيال آهي ته شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحه جي جنم واري جاءِ ٽنڊي الهيار ۽ ٽنڊي آدم جي وچ تي عثمان شاهه ڦُڏيءَ وٽ آهي. شاهه صاحب رحه جي جنم واري هنڌ کي ٻڌرو ڪندڙ به حوالا مضبوط نظر اچن ٿا. هڪ "پٺڻ پور" ٻيو "هالا حويلي" پٺڻ پور شاهه عبداللطيف ڀٽائي ؒ جي جنم واري وسنديءَ يا ڳوٺ جو نالو آهي. ساڳيءَ طرح هالا حويلي انهيءَ ڳوٺ جي هالا محلي اندر سيدن جي رهائش گاهه جو حوالو آهي. نااتفاقي پٺڻ پور تي ناهي. پر پٺڻ پور جي محل وقوع تي ٿيندي رهي آهي. هن ڳالهه تي سمورا محقق متفق آهن ته شاهه عبداللطيف ڀٽائي ؒ پٺڻ پور جي هالا حويليءَ ۾ پيدا ٿيو هو جيڪڏهن محقق تحقيق جي اصول کي سامهون رکي پٺڻ پور جي محل وقوع تي غور ڪن ته مونجهارو ختم ٿي سگهي ٿو شاهه عبداللطيف ڀٽائي ؒ جي جنم جي هنڌ بابت تصديق ڪجهه محققن جي بيانن ۽ تحريرن منجهان به ملي سگهي آهي. ڪلياڻ آڏوائيءَ پنهنجي ترتيب ڏنل شاهه جي رسالي ۾ لکي ٿو ته "شاهه عبداللطيف ڀٽائي ؒ 1689ع ۾ حيدرآباد ضلعي جي تعلقي هالا ۾ "هالا حويليءَ" ۾ ڄائو هو" ساڳيءَ طرح آفاق صديقي صاحب پنهنجي مضمون "شاهه عبداللطيف ڀٽائي ؒ سلسلهٔ نسب" ۾ لکي ٿو ته "جڏهن سيد حيدر مختلف جڳهين جو سير ڪندو سنڌ ۾ آيو ته هالا علائقي جي هالا حويليءَ جي هڪ زميندار شاهه محمد وٽ اچي مهمان ٿيو" آفاق صديقيءَ جي بيان مطابق سيد حيدر جي اچڻ کان پهرين به هالا حويلي موجود هئي. سنڌ ۾ سيد جي رهائش گاهه کي حويلي سڏيو ويندو آهي. اوائلي دؤر ۾ شاهه جو لقب نالي جي اڳيان ورتو ويندو هو مثلاً شاهه حبيب، شاهه حيدر ۽ شاهه لطيف وغيره. سيد محمد کي ٿي شاهه محمد چيو ٿي ويو جنهن سيد حيدر کي پنهنجي نياڻيءَ جو سڱ ڏنو جنهن جي نسب مان شاهه عبداللطيف ڀٽائي ؒ پيدا ٿيو.

آفاق صديقيءَ جنهيءَ طرح هالا حويلي جو محل وقوع "هالا حويلي" هالا جي ڀرسان ٻڌايو آهي. انهيءَ پٺڻ پور ۾ هالا برادريءَ جي محلي اندر سيدن جي حويلي هئي. جنهن کي هالا حويلي سڏيو ويندو هو. هالا جي پسگردائيءَ ۾ ٻيا به ڪيترائي ڳوٺ آباد هئا. مثلاً سک پور، سالارو، پاٺوٽ ۽ ڪاٺوٽ وغيره جيڪي اڄ به هالا جي پسگردائيءَ ۾ موجود آهن. جاڻايل سيئي ڳوٺ درياهه جي اٿل پاٿل سبب پنهنجا ماڳ مٽائيندا رهيا آهن. هالا پراڻا ۽ نوان پڻ انهيءَ نقل مڪانيءَ جو حصو رهيا آهن جيڪي سنڌو درياهه جي اٿل پاٿل سبب ٻن شهر ۾ ورهائجي ويل آهن ساڳيءَ طرح خانوٽ به ٻن شهرن ۾ ورهائجي هڪ درياهه جي ساڄي ڪپ تي ۽ ٻيو کاٻي ڪپ تي آباد ٿيو. درياهه جي زورآوريءَ سبب پٺڻ پور به هڪ جڳهه کان ٻي جڳهه تي تبديل ٿيندو رهيو آهي. انهيءَ نقل مڪانيءَ سبب هن شهر کي به ماڳ مٽائڻا پيا. جنهن جو آخري ماڳ سنڌو درياهه کان اولهه طرف ۽ انڊس هاءِ وي کان اٽڪل پنج ڪلوميٽر اوڀر طرف "شهر پيان" جي نالي تعلقي ڪوٽڙيءَ جو مشهور ۽ خوبصورت شهر هو. هن شهر جو اصل نالو پٺڻ پور هو جيڪو پٺڻ ذات جي ماڻهن سان منسوب هو انهيءَ پٺڻ پور جي هالا حويليءَ ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحه جنم ورتو. آخري شهر پيان جو ماڳ 1956ع جي واري ٻوڏ سبب مڪمل طرح دادلي درياهه جي نظر ٿي ويو.

**پٺڻ پور:** ضلعي مٽياري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**پٽون**: مٽي جي ٺيري، ڪن وهٽن، اٺن وغيره جي گول ڦيرائڻ يا ناڙ يا هرلي ۾ وهائڻ کان اڳ سندس اکيون ٻڌي، ان کي گولائيءَ ۾ ڦيرڻ سيڪارڻ جي عمل کي به ”پٽون“ ڪارائڻ چئبو آهي.

**پٽوتر**: هڪ ذات جو نالو، جيڪي اڪثر ضلعي نوشهري فيروز ۾ رهندڙ ۽ سنڌن ڳوٺ به آهن. موسو پٽوتر دولتپور تعلقي جي مشهور ديهه آهي. جتي ’موسمي پوٺڙ‘ جو ميلو به لڳندو آهي.

**پٽوتڙ**: هڪ قسم جو ڏاڍمنڊڙ جيت. جيڪو ڪاري رنگ جو ٿيندو آهي ۽ اڏامڻ وقت ان جي پرن مان ”پون پون“ جو آواز نڪرندو آهي. پوٽڙ ٻن قسم جا ٿيندا آهن. هڪڙا صفا ڪاري رنگ جا، جن جي پاسن تي پيلا ٽڪا ٿيندا آهن. اهي ”گبا پوٽڙ“ آهن. اهي گهرن جي ڪامن ۽ ڪاٺين ۾ سوراخ



ڪندا ۽ سڪل ڪاٺين جو گپ ڪائيندا آهن پوٽڙن جو ٻيو قسم به ڪارو ٿيندو آهي، سو گلن تي ويهي ڦيرا ڏيندو ۽ واس وٺندو آهي. پوٽڙن جا ٻئي قسم گلن تي عاشق هوندا آهن. ڪين هرو پرو ستائبو ته ڏنگ به هڻندا آهن. ويساهه وسوڙل ماڻهن وٽ روايت آهي ته پوٽڙ انساني روح آهن. جيڪي قضيي واري گهر ۾ گهمندا ۽ گهر جي ڀاتين جو خير گهرندا آهن. تنهنڪري عام ماڻهو انهن کي ستائيندا نه آهن ۽ ڪين ٻاڻيءَ جا چنبا هڻندا آهن.

**پيا**: سنڌ جي هڪ ذات آهي. هيءَ ذات سنڌ جي اترئين خطي ۾ گهڻي ڀاڱي آباد آهي. منجهن سرداري نظام رائج آهي. جيڪب آباد ۽ ڪنڌڪوٽ ۾ پيا ذات جي اڪثريت آهي، جن وٽ وڏيون زمينداريون آهن. هيءَ ذات سنڌ کان ٻاهر به پکڙيل آهي ۽ گهڻو ڪري زراعت پيشه آهن. جيڪب آباد جا پيا انگريز دور ۾ نهري نظام رائج ٿيڻ کان پوءِ هت پهتا ۽ هندو زميندارن کان زمينون خريد ڪري، هتان جا آبادگار بڻيا. هي عام سماج ۾ سنڌي ٻولي ڳالهائيندا آهن پر گهرو زندگيءَ ۾ سندن ٻولي چولستاني- سرائڪي آهي. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ منجهن علم پرائڻ جو گهڻو چاهه جاڳيو آهي. ويجهڙائيءَ واري وقت ۾ مرحوم الطاف خان پيو پنهنجي تر جو بااثر سياسي فرد ٿي گذريو آهي ۽ هڪ دفعو اسيمبلي جو ميمبر پڻ چونڊيو ويو هو. سردار ڪوڙا خان پيو به مشهور شخص ٿي گذريو آهي. فيصلن جي حوالي سان سندس وڏي شهرت آهي. اُستاد عبدالوهاب پيو ضلعي جيڪب آباد جو هڪ بيباڪ ۽ بهادر قومي ڪارڪن ۽ استاد ٿي گذريو آهي. جنهن جا سائين جي. ايم. سيد جي قومي تحريڪ سان گهاٽا لاڳاپا هئا.

**پيان**: هڪ ذات جو نالو آهي.

ضلعي دادوءَ جي تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: ’شهير دائيدالو‘، ’پورو خان رند‘، ’ٽيبا‘، ’زيمي ڪوسو‘ ۽ ’سومار‘.

**پيانڪ چڪر** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب ناڪرداس ڪيشوداس جو لکيل آهي. پاڪيٽ سائيز واري هن ڪتاب ۾ 32 صفحا آهن ۽ قيمت 4 آنا آهي. ليکڪ هيءَ ڪتاب امر پرنٽنگ پريس سکر مان سال 1924ع ۾ ڇپايو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو ٻڌ سنگ چترسنگ مالڪانيءَ، ناڪرداس ڪيشوداس امر پرنٽنگ پريس سکر مان سال 1942ع ۾ ڇپايو.

**پيٽا**: ڏڪڻا، نذرانو اڙداس. ڪنهن فرد کي ڪتاب وغيره منسوب ڪرڻ کي به ”پيٽا“ چئبو آهي. بزرگن جي درگاهن تي ”پيٽائون“ (سکائون، نذرانا، اڙداس ۽ تحفا وغيره) ڏنا ويندا آهن.

**پيٽاري واري جنگ**: هيءَ جنگ چاٽي واري وڏي جنگ کان ڪجهه پوءِ ڪچ ۽ سنڌ جي انتظامي اتالي جي وچ ۾ پيٽار جي اتران ”ٻني“ ۾ رڻ جي ڏنگ تي لڳي. شاعر چگو جت ان وقت حيات هو ۽ هُن هن جنگ تي بيت چيا. بيتن ۾ ڏنل اهڃاڻن، مالڪڏني فقير جت جي وضاحت ۽ جنگ نامي جي لکت موجب ماڻهن ۾ مقابلي جو سبب هن طرح معلوم ٿئي ٿو:

ميان غلام شاهه ڪلهوڙي ڪچ تي چڙهائي ڪري پنهنجي فوجي طاقت ڄمائي هئي. سندس وفات کان پوءِ ڪلهوڙا حاڪم ڪمزور ٿيا ۽ سنڌ جي سرحدن تي پيا قابض ٿيا. سنڌ سان لاڳيتو ڪچ ۾ جت طاقتور هئا. جيڪي ڪچ جي راهه سان ٻڌ هئا. ڪلهوڙن جي آخري دور کان وٺي ٽالپرن جي اوائلي دور تائين اهي سنڌ ۽ ڪچ جي سرحد تي خودمختيار ۽ طاقتور رهيا. انهيءَ طاقت جي زور تي ٿي ملڪ شير خان جت آخرڪار سنڌ جي نئين حڪومت سان طاقت آزمائي ڪئي ۽ ”چاٽي“ واري جنگ لڳي. ان جنگ ۾ لاڪائي جت ڪين وڙهيا ۽ پيا ڪي ”لوناڙي“ جت پڳا ”منائي“ وڙهيا. پر منجهائن هڪ مڙس نيهندو عاليائي ميدان مان ڀڳو. ۽ پلجي ويو ۽ ست پيرا ”چاڻ“ ٽپيو. سائن پيو راڄ ”متون“ جو هو. ميان غلام شاهه واري وقت ۾ انهن تي ساليانو ڏالبندي يا ٻئي ڪنهن حساب سان رقم ٻڌي ويئي. جيڪا ڪلهوڙن جي زوال واري دور ۾ هنن ڪانڌ ڏني. پر ٽالپرن جي حڪومت ۾ نئين سر سرحدن تي انتظام ٿيا. جنهن موجب ڪو ڪتياڻ فوجدار، اُنڏن ۽ ڪوسن جو مختصر اتالو ۽ منشي ساڻ ڪري ”لوٺي“ ڏانهن روانو ٿيو ۽ اتي لاڪائي جتن کان ماليات وصول ڪيائين. اها خبر سڀ کان پهريائين جيوي نالي لاڪائيءَ کي پئي، تنهن سهڻي کي ٻڌايو. هي موقعو ڏسي مڙس تيار ٿيا ته مقابلو ڪن ۽ ”چاٽي“ واري ميار لاهين. منڌائي جتن مان به ڪي سائڻ شامل ٿيا. جن ۾ عاربه سوڙتڪ ۽ سهراب همٿ پريا هئا. نيهندي عاليائيءَ جو پوٽو شير نالي همٿ ڀريو جوان ساماڻو هو. سو به اچي پهتو ۽ چيائين ته: آءٌ سر به ڏيندس ۽ ڏاڏي جي ميار به لاهيندس. پوءِ هنن ٻار ٻچا ٻئي پاسي روانا ڪري ڇڏيا. جتن کان سواءِ متوا، وادا لوڙي ٻاڙي ٻروٽل ميڻگهواڙ ٻاڻ سان گڏجي ”لوٺي“ کان هليا ۽ ”پٽاري“ جي ويجهو اچي گس جهلي ويٺا ته جيئن ٿي سنڌ وارا رهڪي کان اچن ته هي مٿن حملو ڪن. رهڪي بازار جيڪا وات لوٺي ڏانهن ويندي هئي، ان تي رڻ کان پريان پهريون پيائو (پاڻي پيئڻ جي منزل) پٽارو هو جنهن تي منڌائي جت ويٺل هئا.

هي اڳواٽ جنگ جي تياري ڪري ويٺا هئا. جڏهن سنڌ وارا ويجها ٿيا ته هنن کي خبر پئي ته انهن ۾ ڪي ته دفتري منشي ۽ عملي جا ماڻهو آهن. باقي سپاهه ايترو گهڻو ڪونهي. جڏهن هو رڻ وارو پنڌ ڪڍي اچي

پتار جي اترئين طرف رڻ جي ڪنڌيءَ تي پهتا ته پتاري ۾ پاڻي پي ۽ ساهي ڪڻي اڳتي لوڻي ڏانهن روانا ٿي ته هتان مڙس ديرتي ڪاڙ ڪڻي ۽ متن حملو ڪيائون. جنهن ۾ عارب منداڻي سامهون لَند پروچ کي ماريو ۽ پاڻ به مئو ۽ شير عالياڻي ڪتياڻ کي ماريو ۽ پاڻ به مئو. ڪوسا جيڪي ڪتياڻ جي اتالي ۾ هئا. سي ميدان ۾ ڪين بيٺا. پر ڪتياڻ جي اڳواڻي ۾ لَند ۽ بيا جيڪي مڙس هئا. سي آخر تائين ميدان ۾ بيٺا ۽ جتن مئون. واون ۽ مينگهواڙن مان گهڻن کي مارايائون. سنڌ جو باقي بچيل اتالو لاشا ڪڻائي بوڻتي موٽيو جتن ۽ پين کي ٻئي طرف ڪڻائي "ڪرڪر جي تڙ" کان اتر ۽ "لوڻي جي تڙ" کان ڏکڻ دفن ڪيائون. بوڏل شينهن به هن مقابلي ۾ ماريو هو درويش قبيلي جو هو. سو هن مقام تي "شهيدن جو مقام" نالو پيو.

**پيتوڙ:** تعلقي ميرپور ماٿيلي ۾ هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ پيتوڙ ۽ فقير محمد مهر جا ڳوٺ شامل آهن.

**پيٽيو:** اجرڪ يا گنديءَ جي چيڙي ۾ ٻڌل هَڙُ جنهن کي کُلهي کان لڙڪائي پيو پاسو ڪچ هيٺان آڻي هڙ جي مٿان ورائي آڻي چاڙهيءَ وٽ ڳنڍ ڏجي ته جيئن هڙ ڪلهي ۾ سولائي ٿئي.

**پيچ پني:** اڌ رات جو وقت يا آڌي. انهيءَ وقت کي 'ٻيرن جو وقت' پڻ سڏبو هو يعني برڪتن جو وقت. اڳي سنڌ اندر گهوٽ ڪنوار جي لانئن لهڻ جو وقت پيچ پني رکندا هئا. جو ته عموماً پيچ پنيءَ جي وقت کي سهاڳ لاءِ سڀاڳو سمجهيو ويندو هو ڇاڪاڻ ته دعائن اگهامڻ جي لاءِ پڻ اهو وقت مناسب سمجهيو ويندو هو سنڌ جي آڳاٽن سهرن، لاڏن ۽ گيچن ۾ پڻ 'پيچ پني' لفظ گهڻو استعمال ٿيل آهي.

**پيڏر:** هي ڪجور جو قسم آهي. هن جنس جو ڏوڪو وات ۾ وجهڻ سان پهريائين ائين معلوم ٿيندو ته ڄڻڪ ڪو پٿر يا ٺڪري وات ۾ پيئي آهي. مگر ٿوري زور ڏيڻ سان ڏوڪو پيئي ويندو آهي. ان ڪري هن جنس کي پيڏر سڏين ٿا.

**پير:** هڪ قسم جو طبلي نما وڏو نغارو. جيڪو ٽامي يا پتل مان ٺهيل هوندو آهي. پير اندازاً ۸ فوٽ اوچي ٿئي. جيڪا بيٺي وڄائبي آهي. ان جي منهن تي ڏڳي يا اُٺ جي کل چڙهيل هوندي آهي. سنڌ ۾ قلندر شهباز، مغل پين، پير پني ۽ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي درگاهن تي پيرون رکيل آهن جيڪي صبح شام به پيرا وڄايون وينديون آهن. پيرين جي واڄي کي "نوبت" چوندا آهن. قلندر شهباز تي رکيل پيرين جي واڄي کي "ڌمال" چوندا آهن شروع ۾ "پير" جنگي واڄي طور شمار ٿيندي هئي. معلوم ٿئي ٿو ته مشرق ۾ رهندڙ قومون قديم زماني کان وٺي پنهنجي جنگي عظمت جي اظهار لاءِ زور سان وڄندڙ سازن کي پسند ڪنديون هيون. سن 120ع ۾ پارٿيا نسل جا ماڻهو دشمن کي خوفزده ڪرڻ لاءِ زور سان نغارا وڄائيندا هئا. يوناني جنگ ۾ فقط ترم ۽ نفيري وڄائيندا هئا ۽ زور سان وڄندڙ ساز کي وحشين جو واڄو چوندا هئا. "نوبت" وڄائڻ جو رواج سڪندر اعظم کان شروع ٿيو. پهرين صديءَ کان وٺي ڏهين صدي عيسويءَ تائين ايران، توڙي هندستان جي بادشاهي نقارخانن ۾ ڪيترن ئي قسمن جا نغارا، جنگي سازن ۾ شامل هوندا هئا. ايران ۾ ته نوجوانن کي پيرين ۽ نغارن وڄائڻ لاءِ گڏ ڪيو ويندو هو لشڪر يا بادشاهي سواريءَ سان گڏ جيڪو طبل (نغارو) وڄندو هلندو هو. تنهن کي "دبداب"، "دبدب" يا نغارو چوندا هئا. سيني کان وڏو طبل يعني "پير" به انهيءَ سلسلي ۾ شامل هوندي هئي. انهن سازن جون جوڙيون هونديون هيون.

جيڪي گهوڙن يا اُٺن جي پٺين تي ٻنهي پاسن لڙڪيون هيون "نوبت" هڪ خاص قسم جي وڄت هئي. جيڪا پوءِ ڪيترن ئي اختلافن سان مقبول



ٿيندي وئي. پهريائين شاهي مرتبي مٿي ڪرڻ لاءِ فقط امير الامراء يا بادشاهه جي ذات لاءِ مخصوص هوندي هئي. روزانو ٽي وقت (صبح، ٻ- پهر ۽ شام) شاهي محل ۾ بادشاهه جي موجودگيءَ جي اعلان طور "نوبت" وڄائي ويندي هئي. اڳتي هلي روزانو نماز جي پنجن وقتن تي نوبت جو رواج پيو ۽ مستحڪم ٿيو. پر خلافت جي زوال ۽ ننڍين ننڍين حڪمرانن جي وجود ۾ اچڻ کان پوءِ هر ڪو ٿار "نوبت" وڄائڻ ۽ جدا جهنڊو رکڻ جو مطالبو ڪرڻ لڳو. تنهنڪري اهو رواج ٻنجي ويو ته خليفو پنهنجن زبردست حڪمرانن کي شاهي اختيار عطا ڪندو هو ته ان سان گڏ جهنڊو ۽ طبل (نغارا) به موڪليندو هو. امير عضدول بويهي کي 979ع ۾ نقارخاني رکڻ ۽ نوبت وڄائڻ جو اعزاز حاصل ٿيو هو پر نماز جي فقط ٽن وقتن جي لاءِ نوبت وڄندي هئي. باقي پنج وقتي نوبت جو حق فقط خليفي کي هو سن 1000ع ۾ خليفي القادر بالله جي عهد ۾ هڪڙي وزير کي پنج وقت نوبت وڄائڻ جو اعزاز حاصل هو. امراء کي پنج وقت يا ٽي وقت نماز مهل نوبت وڄائڻ جو حق اهي دور ۾ حاصل هو عباسي، فاطمي، سوڄائي ۽ ترڪ دور ۾. سيني حڪمرانن کي اهو حق حاصل رهيو هندستان ۾ مغل بادشاهن وٽ به شاهي لوازمات ۾ نقارخانو شامل رهيو. پر اهو فقط بادشاهه جي ذات تائين محدود هوندو هو. ابن بطوطه لکي ٿو ته جڏهن مديني منوره جو شريف ابو غره هندستان آيو ته هن پنهنجو طبل ۽ نوبت وڄائڻي ڏاڍي ميجيتي پيدا ڪري ڇڏي. جو هتي نقارخانو استعمال ڪرڻ جو حق فقط بادشاهه کي هو هو دهليءَ جي سلطان جي پنج وقتي نوبت جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته ان ۾ به سؤ جوڙيون نغارن جون. چاليهه جوڙيون پيرين جون. ويهه ڪوڙ ۽ ڏهه جوڙيون جهانجهه جون شامل هيون. شاهي امتياز جي حيثيت سان نوبت وڄائڻ مهل ته ڏاڍو سختيءَ سان نگراني ڪئي ويندي هئي. بلڪ ٻڌندڙن لاءِ به ضروري هو ته اهي نوبت جي واڄي وقت ان کي ادب ۽ خاموشيءَ سان ٻڌن. سنڌ ۾ ديني بزرگن ۽ درويشن کي عقيدت ۽ احترام سان ڏٺو ويندو آهي. بلڪ ڪين مسلڪتي رسمن رواجن کان مٿي سمجهيو ويندو آهي. خود بادشاهه به وٽن حاضري ڀريندا آهن. تنهنڪري ڪن حڪمرانن عزت احترام طور ڪين پيريون نذراني طور پيش ڪيون ته جيئن روزانو سنڌن در تي پنج وقت يا ٽه وقتي نوبت وڄندي رهي.

**پير**[2]: درياهه جڏهن تيز وهندو آهي ته ڪنارن کي ڪاٽيندو يا پاٽيندو آهي. جنهن ڪري ڪنارن جا وڏا وڏا حصا ڪِري، درياهه جي پاڻيءَ سان ملي ويندا آهن. ڪنارن جي لهڙين ڪرندڙ پڪن کي 'پير' چوندا آهن.

**پيرٻ:** هن پکيءَ کي چٻ به چوندا آهن. هي گهگهه پکيءَ جي قسم مان آهي ۽ ان سان مشابهت رکندڙ ٿيندو آهي. پر قد ۾ گهگهه کان ننڍيرو هوندو آهي. هن جو مٿو ويڪرو، ڪن پاسن کان نوڪدار ۽ اکيون وڏيون ٿينديون آهن. هي ڏينهن جو گهڻو ٻاهر نه نڪرندو آهي ۽ جهونن وڻن، خاص ڪري ڪٻڙن (چار جي وڻن) جي ٿڙن جي پورن (خالي جاين) ۾ رهندو آهي. پيرب (چٻ) رات جو ٻاهر نڪرندي آهي. ڳوٺاڻا، ٻنيءَ وارا ۽ مسافر هن جي ٻولڻ کي نڀاڳي شڳوڻ طور ويچاريندا آهن. (وڌيڪ ڏسو: چٻ/ چٻرو)

**پيرڪي:** مٽياريءَ تعلقي ۾ هڪ ديهه جو نالو. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: وسي شاهه عالم شاهه، لالو منگواڻي، ڏاتو جوڻيجو، دودو منگواڻو ۽ ٻيا.

**پيرو (ٺاٺ):** گرنٿن ۾ هن ٺاٺ کي گونڊ مالوَ ميل جي نالي سان به لکيو ويو آهي. سر اٿس: سا- را- گي- ما- پا- ڌا- نو- سا. ڪرج- رکب ڪومل- گنڌار تيور- مڌم شد- پنجم- ڌيوت ڪومل نکاد تيور.

**ٺاٺ جون راڳڻيون:** پيرو- ڪالنگڙا- ميگهه رنجني- سورا شٽر- جوڳيا- رام ڪلي- پرڀاتي- ٻڀاش- گوري للت- پنجم ساوري- بنگال پيرو- شو مت- پيرو- انند پيرو- گن ڪلي- هجيج- اهير پيرو- زيلف ۽ ديس گونڊا- هن ٺاٺ جي خاص ڳالهه اها آهي ته هن ۾ رکب ۽ ڌيوت ٻئي سر ڪومل هوندا آهن. جيڪا سنڌي پرڪاش راڳن جي خاص نشاني آهي. سنڌي راڳن جي اها به نشاني آهي ته اهي به وقت ملڻ وقت به ڳايا ويندا آهن. هن مان جيڪي به راڳڻيون نڪتيون آهن. اهي اترانگ جون آهن. يعني راڳ پنجم کان وٺي ٽيپ جي ڪرج تائين هوندو آهي. اڄ ڪلهه جا گويا انهن کي مٿين راڳ جا راڳ سڏين ٿا.

**پيرو**[2]: پيرو ڳوٺ تعلقي شهدادپور جي ديهه "جمن" ۾ موجود آهي. جنهن جي آبادي 1000 کان مٿي آهي. هتي پرائمري اسڪول موجود آهي.

**پيرومل مهر چند (ڪتاب):** هي ڪتاب ناميارِي ليکڪ هيري ٺڪر جو لکيل ۽ ترتيب ڏنل آهي. جيڪو ناميارِي عالم ۽ اديب پيرومل مهر چند آڏواڻيءَ جي جيون ڪٿا تي مشتمل آهي. هن ڪتاب ۾ فرليڊر جيٽلي، ڊاڪٽر هدايت پريم ۽ سائين جي ايم سيد جا ليک به شامل آهن. ڪتاب کي مختلف ڀاڱن ۾ ورهايو ويو آهي. جنهن ۾ پيرو مل جي جيون جا مختلف پهلو اجاگر ڪيا ويا آهن. پهرئين ڀاڱي جو عنوان آهي 'پهرين سماج سڌارڪ'؛ ٻيو ڀاڱو 'زندگي ۽ شخصيت'؛ ٽيون ڀاڱو 'کوجنيڪ ۽ تاريخ نويس'؛ چوٿون ڀاڱو 'لسانياتي ماهر'؛ پنجون ڀاڱو 'مضمون نگار'؛ ڇهون ڀاڱو 'ڪٿا ڪار'؛ ستون ڀاڱو 'ناٽڪ ڪار'؛ اٺون 'سچو سيلاني'؛ نائون 'شاعر'؛ ڏهون 'ترجمان' ۽ يارهيون ڀاڱو 'بحث ڪار' جي عنوان سان آهن.

هن ڪتاب ۾ ضميمو پڻ شامل ڪيل آهي. پهرئين ضميمي ۾ پيرو مل جي لکيل ڪتابن بابت احوال آهي. ٻئين ۾ حوالا ڄاڻايل آهن. ضميمي ٽئين ۾ فرليڊر جيٽلي جو مضمون "پيرو مل: کوجنڪ جي روپ ۾" شامل ڪيو ويو آهي. جڏهن ته ضميمي چوٿين ۾ ڊاڪٽر هدايت پريم جو پيرو مل تي لکيل مضمون ۽ پنجون ضميمو سائين جي ايم. سيد جي لکيل "سرگواسي پيرو مل" مضمون جو آهي.

فينڪس بوڪس، حيدرآباد پاران ظفر جوڻيجي، هي ڪتاب 2007ع ۾ شايع ڪرايو. ڪچي جلد سان، 126 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 100 روپيا آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو ساهتيه اڪادمي دهليءَ پاران شايع ٿيو هو.

**پيرومل مهرچند آڏواڻي:** (ڏسو آڏواڻي پيرومل جلد-1)

**پيروي:** سنڌي موسيقيءَ ۾ هڪ راڳڻيءَ جو نالو. پيروي ٺاٺ جي سمپورن راڳڻي. جنهن جي آروهي ۽ امروهي ۾ سڀ سُر لڳايا ويندا آهن. هي اترانگ جي راڳڻي آهي. ڪنهن مَتَ ۾ ڪرج وادي ۽ پنجم يا مڌم کي سموادي ڳڻين ٿا ته ڪي وري ڌيوت کي. ٻئي اصول درست آهن. گرنٿن ۾ رکب تيور لکيل آهي. مگر ڳائڻي رکب ڪومل سان آهي. سو هيئن ڪٿي چئجي ته ٻئي رکب ڪار آهن. دکن جا پنڊت پيروي کي ٽوڙي چوندا آهن. هن جو پلٽو: ڌا ڌا- پا- ما- گا- ما گا- را- سا- ڌا- نا سا- گا- ما- ڌا پا- گا- ما- گا- را- سا- نا- سا- گا- ما- پا- ڌا ڌا- پا. گا. ما- نا ڌا- پا — گا- ما گا- را- سا- نا سا- گا- ما- پا- گا- ما ڌا ڌا پا- گا- ما- پا ما گا- را سا آهي. امروهي: سارا گا ما پا ڌا نا سا ۽ امروهي: سا نا ڌا پا ما گا را سا اٿس. وادي سُر: ڪرج ۽ سموادي سُر: مڌم آهي. پيروي سدا سهاڳڻ راڳڻي آهي. هر وقت ڳائي سگهجي ٿي. پر اڪثر صبح جي سمي ڳائڻ کي ترجيح ڏجي ٿي. هن ۾ نه رڳو ڏک، ملال، پر ڪٿ ڪٿ مسرت ۽ خوشيءَ جي ڪيفيت به شامل آهي.

استاد بخاريءَ چيو آهي:

زندگي تو ۾ سرور ڪيڏو آ  
پوئين هڏڪي به پيروي آهي!

**پيروي ٺاٺ:** راڳ جي هڪ ٺاٺ جو نالو. هن ٺاٺ ۾ پيروي، مالڪونس ۽ ٻيون راڳڻيون ڳايون وينديون آهن.

**پيري واري:** ضلعي سانگهڙ جي تعلقي شهدادپور ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: ٽيگهو، ڪتي رند، مٺو خان رند، حاجي خان رند، الهورايو پڄارو، جعفر پڄارو، حاجي رند، محب رند ۽ علي نواز سنجراڻي.

**پيڙو:** واڍڪي ڪم جو هڪ اوزار. جيڪو ٻن ڪاٺين کي زور سان پڪڙڻ جي ڪم ۾ ايندو آهي. هن اوزار کي "شڪنجو" به چوندا آهن. اڪثر جلد سازي ۾ ڪم ايندو آهي.

**پيشم:** هندن جي مذهبي منظوم داستان "مهاڀارت" ۾ هيءَ بزرگ ۽ معتبر ڪردار 'پيشم پتامهه' جي نالي سان ڄاتو وڃي ٿو. گنگا ندي- ديويءَ مان راجا شانتنو کي هڪ پٽ هو جنهن کي 'شانتنو'، 'گانگيه' ۽ 'ديو ورتا' (دريا ڄائو) سڏيو ويندو آهي. جڏهن راجا شانتنو پوڙهو ٿيو ته سندس خواهش ٿي ته هو ڪنهن جوان ۽ خوبصورت زال سان شادي ڪري. سندس پٽ شانتنو يعني پيشم پنهنجي پيءُ لاءِ ستيه وتي نالي هڪ ڇوڪري ڏٺي. پر سندس والدين اعتراض ڪيو ته جيئن ته تخت جو وارث پيشم هو ۽ ڇوڪريءَ مان ڄمندڙ اولاد ٿيو ته اهو تخت جو وارث نه ٿي سگهندو. پر پيشم سائن وعدو ڪيو ته هو تخت جو بلڪل تمنائي نه آهي. ننڍڪڙي نڪي هو شادي

ڪندو ۽ نہ ئي ٻارن جو ٻيءَ ڏيندو. پوءِ شانتنو ستيہ وتيءَ سان شادي ڪئي، جنهن مان کيس ٻہ پٽ ٿيا. پنهنجي پيءُ جي مرڻ کان پوءِ ڀيشم سندس وڏي پٽ کي تخت تي ويهاريو پر هُو جلد ئي ڪنهن لڙائيءَ ۾ مارجي ويو. ڪاٿس پوءِ سندس ٻيو پٽ وچترويرہ تخت تي ويٺو ۽ ڀيشم سندس محافظ ۽ سنڀاليندڙ ٿي رهيو. هُن پوءِ ڪاشيءَ جي راجا کان سندس ٻہ ڌيئرون هٿيارن جي زور تي سندن شاديون وچتر ويرہ سان ڪرايائين. جڏهن هُو جوانيءَ ۾ بي اولاد ٿي گذاري ويو تہ ڀيشم سندس ٻيواهن جي نگهباني ڪندو رهيو. ڀيشم جي انتظام هيٺ ڪرشن دوائپاين، جيڪو ستيہ وتيءَ مان سندس شاديءَ کان اڳ ڄائو پٽ هو، پنهنجي ويڳي ڀاءُ سان گڏ پلجڻ لڳو. اهي ٻئي ٻار پانڊو ۽ ڌرتراشٽر هئا. ڀيشم ٻنهيءَ جي پالنا ڪئي ۽ ٻنهي لاءِ هستناپور ۾ ٻيءُ طور ڪردار ادا ڪندو رهيو ۽ سندن سڪيا جي بہ نظرداري ڪندو رهيو. ڪوروڪيتر ۾ جڏهن لڙائي لڳي تہ ڌرتراشٽر جي پٽن جو طرف ورتائين ۽ کيس سيناپتي (سپهہ سالار) بنايو ويو. لڙائيءَ جي ڌمڪاءُ گهٽائڻ لاءِ هُن ڪجهہ قاعدا قانون واضع ڪيا ۽ شرط رکائين تہ کيس ارجن سان وڙهڻ لاءِ نہ سڏيو ويندو. لڙائيءَ جي ڏهين ڏينهن ڪورون جي وڏي ڀاءُ دُريوڌن جي زور ڀرڻ تي هُن ارجن تي حملو ڪيو پر کيس بيحد طور تي شڪندي زخمي ڪري وڌو ۽ ارجن کيس ايترا تہ تير تُنبي ڇڏيا، جو سندس جسم تي ٻن آڱرين جيتري وٿي بہ نہ بچي. ڀيشم جڏهن پنهنجي رٿ تان هيٺ ڪري پيو تہ کيس زمين تان ڪٺي تيرن جي سيج تي ليٽايو ويو. هُو جسماني طور زخمي ٿي پيو هو پر هُن پنهنجي موت جو وقت مقرر ڪري ورتو هو. تنهنڪري هُو 58 ڏينهن جيئرو رهيو ۽ ڪيترائي ڏکيا اُپديش ۽ سمجهاڻيون ڏيندو رهيو. هُن آخر تائين هڪ خود-انڪاري، عقيدتمند ۽ پرهيزگار جي زندگي گذاري. 'مهاڀارت' ۾ کيس 'ڪُرپتيجهو' ۽ 'تال-ڪيتو' جي نالن سان بہ ڄاتو وڃي ٿو.

**ڀيل**: ٻوڪ ۾ چوپائي مال جي ڪاڌ ۽ لتاڙ. ٻوڪ يا فصل ۾ چوپايو مال گهڙي ٻوٽا لتاڙي، کائي خراب ڪري ڇڏي، يا ڪي ماڻهو ٻوڪ مان ٻيچرا ڪري ڇڏين يا رات جو چوريءَ گاهہ وغيرہ لڻي، کڻي وڃن تہ انهيءَ حالت کي "ڀيل" چوندا آهن. باغن مان ميوي پٽڻ کان پوءِ ڪيل چوند کي بہ "ڀيل" ڪونين. کڻڪ جي لاباري ۽ ڳاهہ کان پوءِ رهيل سنگ ۽ اَن ميڙڻ کي "چونڊيو" چون. ڪٽيءَ ۾ ووڻن جي فصل جي خاتمي تي ووڻن مان جيڪي ڦٽيون چونڊبيون آهن ان کي بہ "چونڊيو" چوندا آهن.

**ڀيل**: ڀيرومل، "قديم سنڌ" ڪتاب ۾ ڄاڻايو آهي تہ هاڻوڪا ڀيل مارواڙ يا راجستان مان آيل ڇيا وڃن ٿا. پر اصل ۾ اهي سنڌو ماٿر جي "ڪول" لوڪن مان آهن. Wild Tribes of India جي انگريز ليکڪ Rose ڀيلن جو وطن مارواڙ ڏيکاريو آهي. جتان هو ٻين ٻاهرين گڏر جي خيال کان ڀڄڪرجي ويا. ڀيلن جون ڪيتريون شاخون يا نُکون آهن. جهڙوڪ ميواڙ ۾ 16، پرتاب ڳڙهہ ۾ 37، ڏونگرپور ۾ 36، ٻاسنواڙا ۾ 32، جيسلمير ۾ 18 ۽ جوڌپور ۾ 58 شاخن جو پتو مليو آهي. انهن ۾ ڪيتريون راجپوتن واريون شاخون آهن. جهڙوڪ: چوهاڻ، پرمار، راٺوڙ، ڀاٽي، گوهل، سولنڪي ۽ مڪواڻا وغيرہ هيءَ جاتي عام طرح ٻوٽي ڀيل سمجهي وڃي ٿي. پر اهي محنتي ۽ بهادر آهن. شڪار تي گذران ڪندا آهن. ان ڪري "ٻاراڌي" (شڪاري) بہ سڏبا آهن. ڍاٽڪيءَ ۾ ڀيل کي ڏوري بہ چون. شاهہ لطيف "ڏوري" لفظ پنهنجي بيتن ۾ ڪم آندو آهي:

ڏان لنگهائين لطيف چئي ڏرن جي "ڏوري"
آهيان اجوري، تنهنجي جهوريءَ، جبل جهاڳيان

عام طور هنن کي دراوڙ سمجهيو وڃي ٿو جيڪي "گونڊ" نالي هڪ قبيلي سان ويجهڙائپ رکن ٿا. هنن جي دراوڙي هجڻ تي بہ قوم- شناسيءَ جي ماهرن وٽ مختلف رايا آهن. ڇو تہ ڀيلن ۽ دراوڙن جي منهن مهاندن، اٿي ويهڻيءَ ۽ رسمن رواجن ۾ تمام گهڻو فرق محسوس ڪيو ويو آهي. سندن اصليت، ثقافتي خاصيتون ۽ عادتون دراوڙن جي ٻاڙيسري قبيلي "گونڊ" سان ملن جلن ٿيون. هڪ ٻئي نظريي موجب ڀيل اصل ۾ منڊا قبيلي جي هڪ شاخ چئي وڃي ٿي. ڇو تہ انهيءَ ساڳي 'منڊا' قبيلي مان سنٿال ۽ ڪول بہ آهن. جيڪي بنگال، بهار ۽ آسام ۾ رهن ٿا. اها ڳالهہ ڪنهن حد تائين قبولڻ جهڙي آهي. زبان جي آثار تي بہ ڪن عالمن اندازو لڳايو آهي تہ 'منڊا' قبيلي جي هڪ شاخ ٿي سگهن ٿا. حالانڪ غور ڪجو تہ منڊا ۽ ڀيلي لهجي ۾ ڪو ميلاپ يا هڪ جهڙائي نظر ڪانہ ٿي اچي. سو اهو سوال اڃا پنهنجي جڳهہ تي بيٺو آهي تہ ڀيل، گونڊ آهن يا منڊا. ان تي ماهر تحقيق ڪري رهيا آهن.

"انسائيڪلوپيڊيا آف انڊين ٽرائيبس اينڊ ڪاسٽس" جو مصنف ايس. ايم. چنا لکي ٿو تہ ڀيل لاڙ آريائي قوم آهي. جيڪي اتر-ايرندي واري ڏاڪرو علائقي جي دامن اورنگ آباد سباح (Aurangabad Sabah) ۾ رهن ٿا. هنن جي ايرندي پاسي "گونڊ" ۽ "ڪُڏ" قبيلي وارا. الهندي ۽ ڏاکڻي حصي ۾ ڪولهي ۽ "ونجهاري" قبيلا رهن ٿا. هي ونجهاپور، ڪنڙ، پرڪر دان، اورنگ آباد ۽ ڳنگاپور تعلقن ۾ گهڻي تعداد ۾ آهن. اندازو آهي تہ هي خان ديس مان آيا. تاريخن مان ثابت آهي تہ اڻان کين اول راجپوتن تڙي



ڪڍيو هو بعد ۾ مسلمانن بہ کين هڪاليو جيڪي اتر هندوستان کان لڏي آيا هئا. ڀيلن جو وڏو حصو ميداني علائقن ۾ ڇانئجي ويو جتي هو هاريو ڪرڻ لڳا.

منهن مهانڊي ۾ ڀيل مختلف علائقن ۾ مختلف نظر اچن ٿا. جيڪي ڀيل ميداني علائقن ۾ رهن ٿا اهي سهڻا سيبتا، مضبوط، طاقتور ۽ پلوڙ مهانڊن سان آهن. شايد ٻاهران شاديءَ سبب سندن نسل ۾ تبديلي آئي آهي. هو پنهنجي اصلي بناوت ۽ بيهڪ کان ٿورو مختلف ٿي ويا آهن. خاص طور جڏهن هنن هيٺين طبقي جي هندو ذاتين مان شاديون ڪيون آهن ته سندن بيهڪ تي اثر پيو آهي. ڪجهه اثر مختلف آبهوا جو به مٿن آهي. ٽاڪرو ڀيلن پنهنجا اصلي منهن مهانڊا سنڀالي رکيا آهن. جو صفا دراوڙي پيا لڳن. اهي سخت ۽ چست آهن. رنگ جا ڪارا، ناسون وڏيون، ڳٽن جا هڏا نڪتل ۽ ڪهرن مهانڊن وارا پنهنجي پاڙيسري قبيلن ڪولهين ۽ گونڊن جهڙا آهن. هنن ۾ سچ ڳالهائڻ، طنز ڪرڻ ۽ سادگيءَ وارا گڻ ياد رکڻ جهڙا آهن. جا به لٺ، پر ڀيل ڪڏهن به ڪوڙ ڪو نه ڳالهائيندو. پر حاضر جواب واهه جا آهن. هي آزاد طبع ۽ مهمان نواز آهن. هنن کي پنهنجي ڀيلي ٻولي آهي. جيڪا ميداني توڙي ٽاڪرو علائقن ۾ ٿوري فرق سان سيئي ڳالهائي ۽ سمجهي سگهن ٿا.

تاريخ: ڀيلن لاءِ لکيو ويو آهي ته هو آرين کان اڳ جو وسندڙ قبيلو آهن. سندن ذڪر رامائڻ ۽ مها ڀارت ۾ موجود آهي. جنهن ۾ ته هڪ ڀيلڻ عورت رام کي ٻير کارايا هئا. جڏهن هو سڄا طور رڻ ۾ ڀٽڪي رهيو هو. ساڻن ٿائين هي قبيلو اڌ ۾ پئي رهيو آهي. ڪنهن به حڪومت جي قانون کي نه مڃيو اٿن. سدائين پٺي وڙهيا آهن. هنن سان مرهٽن ۽ مسلمانن تمام گهڻيون ڏاڍايون ڪيون ۽ هي به ساڻن مهاڏو اٽڪائيندا آيا. ڪجهه مغل بادشاهن هنن تي هٿ رکي ڪين فوج ۾ ڀرتي ڪيو، سخت ويڙهو هئا. انگريزن سان به جنگيون جوتيون هئائون. پر مرهٽن مٿن وڏا ظلم ڪيا. سندن نڪ ڪن ۽ جڀ ڪپي ڪين زنده ساڙيو ويندو هو. سندن زالن جا ارهه ڪپي انهن جي مٿان ڳاڙها مرچ وڌا ويندا هئا.

ڀيلن جا ڪيترائي پاڙا آهن جن ۾ ڪوٽلي، پاورا، ورالي، مواچي، ڳواتي، ونگچا، تاڙوي، نردي وغيره مشهور آهن انهن ۾ تاڙوي مسلمان آهن.

رسمون: ڀيل پنهنجين ڌيئرن جي شادي ننڍي هوندي ڪرائي ڇڏين. ڪن حالتن ۾ ڇوڪريون مندرن جي حوالي ڪريو ڇڏين. جيڪي اتي ديوين جي خدمت ڪن. اهڙين ڇوڪرين کي "مرلياس" سڏين. ڇوڪرين تي شاديءَ مهل بهرحال ڏيجو ونن. جيڪو به ويهون، چار ويهون ونن (اها رسم منجهر ونڊ ۾ اچا آهي). ان کي "ڳن يا ڏيجو" سڏين. جيڪو شادي مهل گهوٽ کي ڪنوار جو پيءُ ادا ڪندو آهي. مردن ۾ گهڻين شادين جو رواج آهي. شادي گهڻو ڪري ڪنوار جي گهر ٿئي. شاديءَ جون رسمون مڱڻي کان پوءِ ڪن. شاديءَ جي تاريخ "ڏيجي" کانپوءِ مقرر ڪئي ويندي آهي. جيڪا برهمڻ کان تيشو ڪولائي مقرر ڪن. هتي به هيءَ جي رسم پاوسارن وانگر ادا ڪئي وڃي ٿي. گهوٽ شاديءَ واري ڏينهن سرگس ڪري ڪنوارين وٽ پهچي، گهوٽ کي مٿي تي موڙ ٻڌن. جنهن کي "بشنگام" (Bashingam) سڏين. ڪنوارين وٽ وڃڻ کان اڳ گهوٽ ديويءَ آڏو مندر ۾ پرارٿنا ڪري، مهمانن جي آڌرڀاءُ پان سوپاري ۽ هيڊ سان ڪن پوءِ گهوٽيتن طرفان مانئي ٿئي. ڀيلن ۾ رنڙ کي به شاديءَ جي اجازت هجي ٿي. ڪن ڀيلن ۾ مرهيات مڙس جي ننڍي يا وڏي ڀاءُ سان شاديءَ جي اجازت هجي ٿي.

ٻار ڄمڻ سان ئي سندس نالو رکيو ويندو آهي. ويم جي پنجين ڏينهن ماءُ ۽ ٻار کي وهنجاري اڇو اجرو ڪيو ويندو آهي. انهيءَ ڏينهن گهر جي ٻاهران هيڊ جا ليڪا ڪڍي گهر ۾ ڏيئا ٻاريا ويندا آهن. جن کي ٻيڻڏر جي پانوڊر، هيڊ ۽ جوئر جي وچ ۾ هڪ ٿالهيءَ تي رکيو ويندو آهي. رات جو برادريءَ کي ماني کارائي ويندي آهي. ڀيل جل ديوتا ۽ ستوائي ديويءَ جي پوڄا به ڪن.

ڀيل پنهنجن مُڙدن کي گهڻو ڪري پوريندا آهن. پر مرهيات جيڪڏهن ساڙڻ جي وصيت ڪري ويو هوندو ته کيس ساڙيو ويندو. ڀيل مُڙدي کي هڪ ٿلهي تي مسالن ۾ رکي سندس ٻانهون سندس پيٽ جي مٿان ڳنڍاري ٻڌندا آهن ان کان اڳ مُڙدي کي وهنجاري نوان ڪپڙا پارائي پٽڪو به ٻڌايو ويندو آهي ۽ سندس چهرو اگهاڙو ڇڏيو ويندو آهي. سندس پاسي ۾ رڌل ڪاڌو به رکيو آهي. ان کي "ڳليل" چون. قبر ۾ لاهڻ کان اڳ ۾ رڌل ڪاڌو سندس وات وٽ رکندا آهن. ڪوتيل زمين ۾ مُڙدو لاهي مٿان مٽي ورايو ڇڏين. اتي ئي ندي يا تانڪي تي وهنجي سهنجي پوءِ گهر موٽن. موت کان ٽئين ڏينهن تي به ڪجهه رسمون ادا ڪن.

ڀيل "اينيمزم" ڀسون ورتي (Animism) ۽ هندو ڌرم جو ڳليل مذهب رکن. هي مهاديو ۽ ڀواني ديويءَ جي پوڄا ڪن. وڻن ڪن هنڌن تي قرباني جي رسم به آهي. جنهن علائقي ۾ رهن، اتان جي ديوين ديوتائن کي به پوڄين. پر خاص طور "واگهه ديوتا" جي پوڄا ڪن. واگهه جيتي کي چئبو آهي. پر ان جي ڪا به مورتي ڪا نه رکن. واگهه ديوتا جي پوڄا صبح جي مهل پنهنجي ڄڱي مڙس جي گهر يا مينهن جي منڊ ۾ ڪن. ان کان سواءِ مقامي ديوين ڀيروبا، ڪنڊوبا، هنومان، آئي ماتا ۽ سيتلا ديويءَ کي به مڃيندا آهن. ڀيلن وٽ ڪو به مندر نه آهي. پر وڻن جي ڇانوَ ۾ ٿلها ٺاهي پوڄا پاٺ ڪن. هو پوڄا لاءِ ناسڪ ۽ ٻين پوتر هنڌن تي وڃن. پر سندن امر ڌرمي جاءِ سنگمنير، پونا جي پرسان "هنومت نائڪ جي وڏي" آهي. مسلمانن جي مزارن تي به ويندا آهن. سندن خاص ڏڻ هولي (Holi) دسهڙو (Dessera) ۽ ڏياري (Devali) آهن. پر هولي ڌام ڌوم سان ملهائين. دسهڙي تي قرباني ڪن ۽ درگا ديويءَ جي پوڄا ڪن. سيئي ڏڻن تي خوشيءَ مان نچن. هر خوشيءَ جي موقعي تي الڳ ناچ اٿن. هي لوڪ ڳائڻ ۽ وڄائڻ جو گهڻو شوق رکن. هنن جو خاص ساز ڇيڪارو آهي. دهل به وڄائيندا آهن. ڳائڻ مهل فنڪار دف ۽ لر (Lur) سان به سنگيت ڪن. هي وهمي ماڻهو ڄڃن. ڀوتن ۾ گهڻو اعتقاد رکن. هي جنن ڀوتن ڪڍڻ وارن پوين جي وڏي عزت ڪن. جن کي هو "باراس" (Baras) سڏين.

ڀيل هندو ڌرم کان ٻاهر نه آهن. پر ڪيترين ئي ريتن رسمن ۾ هندن کان الڳ به آهن. هو ماس مڇي، هرڻ ۽ ٻيو گوشت کائين. ڪن حالتن ۾ سانڍا، ڳدڙ ۽ ٻگهڙ به کايو وڃن. پر وڏو گوشت ڪو نه کائين. پر ٻهراڙين جا ڀيل وڏو گوشت به کائين. هونئن ته هي لاڏائو قبيلي سان لاڳاپيل آهن. جيڪي هند-سنڌ ۾ هاڻي ڪجهه ٽانڊا ٿيا آهن. هاڻي گهڻو ڪري پوکي راهي ڪن.

سنڌ ۾ هي قبيلو ٿرپارڪر، بدين ۽ ٺٽي ضلعن جي مٺي، ڇاڇري، ڏيپلي، ننگرپارڪر، گهوڙا ٻاري، سجاول، سانگهڙ، کپري ۽ عمرڪوٽ تعلقن ۾ رهي ٿو.

ٻولي: ڀيلن کي پنهنجي ٻولي آهي. جيڪا آرياڻي ٻولين مان نڪتل آهي. اها دراوڙي ٻولين سان ڪا نه ٿي ملي. ڀيلي لهجو گجراتيءَ سان ملي ٿو پر ان تي مراٺيءَ جو به گهڻو اثر آهي. خاص ڪري نمار (Nimar) وارا ڀيل ميراڻي ٻوليءَ جي اثر هيٺ آهن. ڀيليءَ ۾ ڪوڙ لفظ دراوڙي شامل آهن. جيڪي منڊاريءَ ۽ ٻين دراوڙي ٻولين مان ورتل آهن. پر انهيءَ ڪري انهن

کي دراوڙي سڏي نہ ٿو سگھجي. جو ڪا بہ ٻولي ڪنهن بہ اوسي پاسي يا ٻاڙيسري ٻوليءَ جو اثر وٺي سگھي ٿي.

سنڌ جي ڀيلن مان ڪامريڊ ڪشن ڀيل ميرپور خاص مان ۽ پيرا ڀيل اين اي رهي چڪو آهي. منو ڀيل جي سنڌ ۾ ٻانڌي هارين لاءِ طويل تحريڪ مشهور آهي.

1960ع جي آدمشماريءَ موجب ايشيا کنڊ ۾ ڀيلن جي آبادي 75 هزار کن هئي. جڏهن تہ هن وقت لکن جي تعداد ۾ سنڌ ۽ هند ۾ رهن ٿا. سندن اڪثريت سنڌ جي ٿرپارڪر واري علائقي ۾ آهي.

احسان ايچ نديم پنهنجي ڪتاب "Thar" ۾ ڄاڻايو آهي تہ ڀيل ٿر ۾ ميواڙ کان اچي آباد ٿيا آهن جيڪي ٿر جي هر حصي ۾ ڏسي سگھبا آهن. ٿر ۾ سندن ڪيترائي ڳوٺ آهن. جن مان ڪي ٿورا راجپوتن وانگر آهن. هي ٿر ۾ پوکائي ڪن تہ ڪي هنر ۽ ڪلون بہ ميڙين. تمام ٿورا ڀيل اونهاري ۾ سنڌ جي باراني علائقن ۾ روزگار ساڻگي لڏي ويندا آهن. ۾ سيارو منهن ڪيندو تہ موٽي ماڳ تي ايندا آهن.

**پيلار:** ضلعي خيرپور جي تعلقي ڪنبٽ ۾ هڪ ديهہ. جنهن ۾ ڪل بہ ڳوٺ آباد آهن. هن نالي سان ڪنبٽ ۽ ٻئي عاقل تعلقن ۾ جدا جدا بہ ڳوٺ آباد آهن: هتي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ جدا جدا پرائمري اسڪول موجود آهن. ٻيو ڳوٺ تعلقي ٻئي عاقل جي ديهہ "تنديور" ۾ آباد آهي. هتي ٻوائز هاءِ اسڪول ۽ ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ جدا جدا پرائمري اسڪول ۽ اسپتال موجود آهن.

پيلار سنڌين جي هڪ ذات پڻ آهي. خيرپور ضلعي ۾ پيلارن جي ڳوٺ جو راڄا پيلار نامور قومي ڪارڪن ٿي گذريو آهي.

**پيلاڙو** (Stubble grazing): ڦٽين جي فصل مان ڇونڊو ختم ڪرڻ کان پوءِ، يا ڪنهن ٻنيءَ مان لاباري کان پوءِ ۽ باغ مان ميوي پٽڻ کان پوءِ عام ماڻهن کي اجازت ڏيڻ تہ رهيو کهيو سنگ يا ميوو چونڊي کڻي وڃن. "پيلاڙو" مال جي ڀيل کي بہ چئبو آهي.

**پيلاڙو**[2]: تعلقي دولتپور ۾ هڪ ديهہ جو نالو بہ "پيلاڙو" آهي.

**پيلاٽي:** ضلعي نوشهري فيروز ۾، هالاڻيءَ جي بلڪل سامهون هڪ ننڍو شهر. جيڪو "هالاڻي" سان گڏ اچاريو ويندو آهي، يعني "هالاڻي- پيلاٽي". (وڌيڪ ڏسو: "ٻهلاڻي" جلد 1).

**پيلاوان:** هن ٻل کي انگريزيءَ ۾ Markingnut، لاطينيءَ ۾ Semi Carpus Anacardium، عربيءَ ۾ حب القلب، فارسيءَ ۾ ٻلادر، هندي ۾ ڀلاوا،



سنسڪرت ۾ ڀلاتڪ، بنگاليءَ ۾ ڀيلايا ۽ گجراتيءَ ۾ ڀلاما سڏيو ويندو آهي. هي ڪاجوءَ Anaca radiaceae جي اڪھ مان آهي. هي هڪ ول جو ٻل آهي جيڪو همالہ جي ترائن ۾ ٿئي ٿو ڀيلاوا دل جي شڪل تي ڪاري رنگ جو هوندو آهي. ڀيلاتوءَ کي زور ڏيڻ سان ڪارو گھاٽو تيل نڪري ٿو جنهن کي غسل ٻلادر چيو وڃي ٿو. هن جو مغز اڇو ۽ مٺو هوندو آهي. هي گل حڪمت ۾ ڪم اچي ٿو.

**پيلاڻو/ پيلاڻون:** هڪ ٻهاڙي وڻ جو ڦر جيڪو سوپاريءَ جهڙو گول ٿيندو آهي. جنهن جو رس ڌوٻي ڪپڙن کي نشان ڪرڻ لاءِ ڪم آڻيندا آهن.

**پيلهاڻي:** تعلقي ڪنڊڪوٽ ضلعي جيڪب آباد ۾ هڪ ديهہ جو نالو جنهن ۾ هڪ ڳوٺ آباد آهي.

**پيلي:** سچائيءَ جي رک يا آزمائش جي هڪ قبائلي رسم. جنهن ۾ لوھ جي تتل سيخ کي ڳاڙهي ٿيڻ سان وڙهي ڏوھيءَ جي هٿن تي رکي ان کي ٿورو پنڌ ڪرائيندا هئا. پوءِ اهو ماڻهو سندن عقيدي موجب جيڪڏهن گناهگار هوندو تہ ان جا هٿ سڙندا ۽ بي ڏوھيءَ جا هٿ نہ سڙندا. بلوچستان ۾ ٽانڊن جي "چر" مان گذاريندا آهن. جنهن کي "چرپيلي" چوندا آهن.

- ڳڙ جو ڳنڍو يا ڍِمي. جنهن جي تور اٽڪل پنج ڇھ سير هجي ان کي بہ 'پيلي' چوندا آهن.

**پيم/ پيم سين:** هندن جي مذهبي رزميہ منظوم داستان 'مهاڀارت' ۾ ڪورون ۽ پانڊون جي ٻانهن ۾ راڄ-گاديءَ جي قبضي تان دهليءَ جي پرسان ڪروڪيتر ۾ لڙائيءَ جو تفصيلي ذڪر آهي. لڙائيءَ ۾ ڪورون جي هڪ سؤ ڀائرن ۽ پانڊون جي پنجن ڀائرن جو ٻيڻو مقابلو هو پيم. جنهن کي پيم سين بہ ڪوٺيو ويو آهي. پنجن ڀائرن ۾ ٻيو نمبر هو. هن جنگي تعليم شري ڪرشن جي وڏي ڀاءُ ٻلرام کان ورتي هئي. هُو قداور، طاقتور، مزاج ۾ ٺهري، بهادر ۽ گهڻ-کائو هو جنهنڪري کيس 'وِرڪودر' (بگھڙ جو پيٽ) سڏيندا هئا. هٿيارن ۾ گھٽ ڪري هُو سونٽو استعمال ڪندو هو جيڪو سندس جسماني قدامت آهر کيس ٺهڪندو هو اهو کيس دروڻ ۽ ٻلرام استعمال ڪرڻ سيکاريو هو سندس بيحد طاقت ڏسي. سندس سؤٽ دريوڌن جي ايلچيءَ کيس زهر ڏيئي گنگا ۾ لوڙهي ڇڏيو ۾ ناڳن جي راڄ ۾ سندس صحت ۽ طاقت کي بچايو ويو ۽ هُو واپس هستناپور موٽي آيو اُتي هٿيارن جي ويڙھ ۾ پيم ۽ دريوڌن ٻنهي هڪ ٻئي سان سونٽن سان ويڙھ ڪئي. ۾ پوءِ اهو ذاتي وير ۾ بدلجي ويو. جيڪو دروڻ پنهنجي زور تي بند ڪرايو. انهيءَ ساڳئي مقابلي ۾، پيم ڪرڻ کي ڦٽڪاريو ۽ مٿس لعنتون وڌيون. جنهنڪري سندن دشمني ۾ واڌارو ٿيو جيڪا اڳ ۾ ئي پانڊون جي خلاف زورن تي هئي. جڏهن اُهي سڀئي ڀائر جلاوطني هيٺ هئا. تڏهن دريوڌن جي ترغيب تي کين سندن ئي گھر ۾ ساڙيو ويو. تڏهن هُو ئي هو. جنهن منصوبي جي اڳواڻ پروچنا جي گھر کي ڪڙو چاڙهيو هو. جو هن ئي اُن کي ساڙڻ گھريو ٿي. انهيءَ کان جلد پوءِ هُن اسُر (راڪش) هِدِمبَ کي ماري سندس ڀيڻ هِدِمبا سان شادي ڪئي. هُن هڪ ٻئي اسُر وَڪَ کي ننڍن کان جهلي چيريو ۽ پوءِ سندس ڀاءُ ڪِميرَ ۽ ٻين اسُرن کي ماري ڇڏيائين. اُن کان پوءِ اُسُرن سندس آڻ مڃي ۽ ماڻهن سان ڪڏهن بہ ڪُونس نہ ڪئي. جڏهن پانڊو راجسڪار اندرپرست ۾ جمي ويا تہ پيم اڪيلي سر مگڌ جي راجا جرا سنڌ سان مقابلو ڪيو جنهن پانڊون جي طاقت کي نئين مڃيو پيم وايو پتر (هوا جي پٽ) جي حيثيت سان هنومان جو ڀاءُ هو. تنهنڪري تيز رفتاريءَ سان هوا ۾ اُڏامي سگھيو ٿي. اُڏامڻ جي طاقت سان ۽ هنومان جي مدد سان. هُن همالہ جي اوچين چوٽين ۾ ڪُوير جي سرڳ ڏانئين پنهنجو وڳ ناهيو سنڌ جو راجا ۽ ڪورو ڀائرن جو پيٽوپو- دهشلا جو فرس. جنڌرت جڏهن دروپديءَ کي کنيي کڻي وڃڻ

پر ناڪام ٿيو ته ارجن ۽ ڀيم سندس پيڇو ڪيو. پر ڀيم کيس قابو ڪري ورتو ۽ وارن کان جهلي کيس رٿ مان هيٺ لاهي ايستائين ڌڪا هڻندو رهيو جيستائين هُو بيهوش نه ٿي ويو. ارجن جي روڪڻ تي هُو مارجڻ کان ته بچي ويو پر هُن سندس وارن جي پنجن چڳن کي ڇڏي، باقي سمورا وار ڪپي ڇڏيا ۽ ماڻهن وچ ۾ اهو قبول ڪرايائين ته هُو پانڊون جو غلام آهي. جئدرٿ کي ڇڏڻ لاءِ ڀيم پنهنجي ڀاءُ جو چيو نه ورتو، پر دروپديءَ جو چوڻ مڃي کيس ڇڏي ڏنائين. پانڊو ٻيءَ جلاوطنيءَ ۾ ورات راجا ڏانهن هليا ويا. جنهن وٽ اڳ ۾ نوڪريءَ ڪندا هئا. ڀيم هڪ هٿ ۾ ڏوئي ۽ ٻئي هٿ ۾ تلوار جهلي، ٻورچيءَ جي ڪم تي لڳو. پر جلدي مشهور پهلوان جيموت کي مقابلي ۾ مارڻ سان سندس بهادريءَ جا جوهر پڌرا ٿي پيا. دروپدي، راڻيءَ جي نوڪري ۾ هئي. مٿس راجا جو سالو ڪيچڪ اکين چڪين ٿي پيو هو جڏهن دروپدي کيس سندس حرڪت کان باز رهڻ جو چيو ته هُن کيس بيعزت ڪري ۽ مٿس حملو ڪيو جڏهن دروپدي ڏٺو ته سندس مڙس بدلو وٺڻ لاءِ ڪجهه نٿا ڪن ته هُن هميشه وانگر ڀيم کي بدلو وٺڻ لاءِ چيو. دروپدي ڪيچڪ ڏانهن اشارو ڪري ڀيم کي چيو. تنهن تي ڀيم سندس هڏيون ٽڪر ٽڪر ڪري کيس گوشت جي هڪ وڏي ٻال ۾ تبديل ڪري ڇڏيو جيئن ڪو به ڄاڻي نه سگهي ته کيس ڪيئن ۽ ڪنهن قتل ڪيو آهي. کيس مارڻ ۾ دروپديءَ جو به حصو هو هُن کيس جيئرو ساڙڻ جي سزا ڏيڻ جو چيو؛ پر ڀيم سندس وار چڪي اُهي منهن تي اهڙيءَ طرح وکيري ڇڏيا ته جيئن ڪو کيس سڃاڻي نه سگهي ۽ ڏکيي وڻ کي ٻاڙان پٽي، ان کي سوٽو ناهي ڏانهس ڊوڙيو هُو هڪ طاقتور گنڌرو وانگر لڳي رهيو هو. تنهنڪري ڪٺ ٿيل ماڻهن جو ميڙ ڀڄي ويو ۽ دروپدي آزاد ٿي. ڪيچڪ راجا ورات جي لشڪر جو سپهه سالار هو ۽ راجا جو پرچهلو هو سندس موت کان پوءِ ترگرت جي راجا سُسرمَن، ڪوروَن ۽ ٻين جي مدد سان ورات تي حملي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. راجا ورات هار کاڌي ۽ هو ٻاندي بنايو ويو. پر ڀيم سُرسرمَن جو پيڇو ڪري کيس آڻ مڃائي ۽ ٻندي راجا کي ڇڏائي. فاتح کي ٻاندي بنائي ورتو. ڪوروَن ۽ پانڊون جي جنگ مهاڀارت ۾، ڀيم وڏو ڪردار ادا ڪيو. پهرئين ڏينهن هُن ڀيشم جو مقابلو ڪيو. ٻئي ڏينهن مگڌ جي راجا جي ٻن پٽن کي گهيري ۾ ورتائين ۽ انهن کان پوءِ سندن پيءُ ۽ سندس هاٿيءَ کي هڪ ٿي ڌڪ سان ماري وڌائين. لڙائيءَ جي چوڏهين ۽ پندرهين ڏينهن جي وچ واري رات جي ڀيم صبح جو سج اڀرڻ تائين دروڻ سان ويڙهه جاري رکي، پر ڌرشٽ-ديوُمن هٿان مارجي وڃڻ جي افواهه کيس شڪ ۾ وجهي ڇڏيو جنهن منجهند تائين ويڙهه جاري رکي. سترهين ڏينهن هُن دُهشاسن کي ماري وڌو ۽ سندس رت پيتائين جنهن لاءِ هُن دروپديءَ کي بيعزت ڪرڻ تي قسم کنيو هو. لڙائيءَ جي آخري ارڙهين ڏينهن دريوڌن ڀڄي وڃي ڪنهن ڍنڍ ۾ لڪو. جڏهن کيس ڳولي لڌو ويو ته هُو تيستائين اُتان ٻاهر نه نڪتو جيستائين کيس اهايڪ نه ڏني وئي ته کيس هڪ وقت ۾ هڪ کان وڌيڪ ماڻهن سان وڙهڻو نه پوندو. پر پوءِ به هُو تڏهن ٻاهر نڪتو جڏهن پانڊون کيس طعنا ۽ گاريون ڏئي نه ڇڏيون. ڀيم ۽ دُريوڌن هميشه وانگر سوٽن سان وڙهيا. اها لڙائي ڏکي ۽ خوفناڪ هئي. ٻئي ڄڻا هڪٻئي جي جوڙ جا هئا. ۽ ڀيم اُن ۾ بگڙي پيو. جڏهن هُن ناجائز ڌڪ هڻي دريوڌن جي ران کي ناڪاره بنائي کيس زمين تي ڪيرائي ڇڏيو. هن اهڙي طرح پنهنجو قسم پورو ڪيو ۽ دروپديءَ جو بدلو ورتائين. هن پنهنجي دشمن جي مٿي ۾ نهايت زورائتو ڌڪ هنيو ۽ ڦهر وچان اٿيو وحشي بنجي ويو. جو سندس ڀاءُ يڌشٽر کيس پنهنجي لٺ هڻي ۽ ارجن کي ڄاڻائين ته کيس ڪٽي وجهي. ٻلرام ڀيم جي اهڙي روش تي سخت ناراض ٿيو ۽ پانڊون تي حملو ڪري وجهي ها، پر ڪرشن کيس ٿڌو ٿيڻ لاءِ چيو. تڏهن هو چپ ٿي ويو. هن اعلان ڪيو ته ڀيم کي هن کان پوءِ 'جهما-يوڌن' يعني 'بي ايمان' ويڙهاڪ ڪوٺيو ويندو. جڏهن لڙائي پڄاڻيءَ تي پهتي ته پوڙهي راجا ڌرتراشٽر حڪم ڪيو ته ڀيم کي سندس اڳيان آندو وڃي. ڪرشن جنهن کي نابين پوڙهي جي پٽ دريوڌن جي موت جي صدمي جي خبر هئي. جنهن کي ڀيم ماريو هو. سندس ارادي کي سمجهندي، سندس آڏو هڪ لوهي مجسمو آندو ويو. جيڪو ڌرتراشٽر پنهنجي ڀاڪر ۾ آڻي ٽوڙي ڇڏيو. ڌرتراشٽر ڀيم کي ڪڏهن معاف نه ڪيو. هُن پنهنجي اندر جو اوير سندس بي عزتيءَ ڪرڻ سان ڪڍيو. جنهن جي پڄاڻي راجا جي جهنگ منهن ڪري هلڻي وڃڻ سان ٿي. آخر ۾ ڀيم گهوڙي جي قرباني ڪئي. جنهن کان پوءِ يڌشٽر راڄ گديءَ تي ويٺو. ديومالائي خوبين کان سواءِ ڀيم جو ڪردار فطري ۽ نيارو آهي. هو هڪ جسيم ۽ وڏي جانور جيتري سگهه رکندڙ، ان گهڻيل ذوق واري، هيچين جهڙو بکيو ۽ ڪاوڙيلي سڀاءَ جو مالڪ هو. جيڪو جڏهن خوش هوندو ته مزاح سان ڀرپور لڳندو هو، پر جڏهن بدمزاج هوندو هو ته نهايت وحشي بنجي ويندو هو. ايتري قدر جو جڏهن ڪرشن مٿس ذاتي راءِ زني ڪندو هو ته هُو پنهنجو پاڻ تي قبضو نه رکي سگهندو هو.

سندس اَسُر زال هِڊمبا مان کيس گهٽوتڪچ نالي پٽ هو ۽ ڪاشيءَ جي راجڪماري بالنڌرا مان به کيس سَروَترڳا يا سَروگ نالي پٽ هو. ڀيم کي ٻين نالن مثال طور: ڀيم سين، 'ٻاهو-سالن' (ڏگهين ٻانهن وارو)، 'جراسنڌ-جيت' (جرا سنڌ جو فاتح) سان به سڃاتو ويندو آهي.

**ڀيماويري**: ضلعي ٿرپارڪر جي تعلقي ننگرپارڪر ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڀيماويري، ڏينگاسرو، ٻورلو، ڪانهاويرو، پٿو ڪولهي، جترو ڪولهي، جيئاڻي، راڻي جو وانديو، ٻريو جو وانديو، هيمي جو وانديو ۽ رامي جو وانديو

**ڀيم پلاسي** (راڳڻي): ڪافي ٺاٺ جي آڊو سمپورن راڳڻي آهي. هن جي آروهي ۾ رکب ۽ ڌيوت ورج آهن. ۽ ان جي امروهي سمپورن آهي. مڌم جو سر وادي ۽ نياس آهي. مڌم جو سر وادي هجڻ ڪري ڌناسري کان الڳ آهي. امروهي سمپورن هجڻ ڪري ڌاني به نه ٿي ٿي سگهي. هن راڳڻيءَ ۾ ڌيوت ۽ رکب ڪومل آهن. هن ۾ کرج پنجم ۽ مڌم قيام جا سُر آهن. هن جي خاص تان: سا- ٻا سا ما گا- ري سا- ٻا سا- گا- ما- پا ما- گا- ري سا آهي. هن جي آروهي: ٻا سا گا ما- پانا سا ۽ امروهي: سا نا ڌي پا ما- گا ري سا آهي. جڏهن ته وادي سُر: مڌم ۽ سموادي: کرج ۽ ڳائڻ جو وقت ٽيهري آهي. (راڳ ساگر ۾ وادي سُر پنجم ٻڌايل آهي.)

**ڀيم پور**: ڀيم پور، ڪراچي شهر جي هڪ علائقي جو نالو آهي. هن علائقي لاءِ روايت آهي ته ان جو نالو "ڀيم" جي پٺيان پيل آهي. جيڪو هندو مذهب جو هڪ ديوتا هو. جنهن لاءِ هندن وٽ روايت آهي ته اهو ديوتا ڪنهن کي خود سان ڏسندو هو ته اهو شخص سڙي خاڪ ٿي ويندو هو. ڀيم پور لياريءَ جي هندن جي اڪثريت وارو علائقو هو. هن علائقي ۾ مندر، گهڻي تعداد ۾ تعمير ڪرايا ويا هئا. هن علائقي ۾ ٻهرين چرچ به تعمير ڪرائي وئي هئي.

**ڀيم پور**[2]: هن نالي سان تعلقي حيدرآباد ۾ هڪ ديهه آهي. جنهن ۾ هيٺيان 13 ڳوٺ آباد آهن: سيد خادم حسين شاهه، امام بخش پنهور،

عظيم ٻنيون الهجايو سمون، پير محمد ٻنيون، گل محمد، جيئو شاهه الهيار پتي، علي قطب شاهه ٽگڙ، خان محمد خاصخيلي، ڪٽياڻ اسٽيشن ۽ بهادر چانڊيو.

**ڀيمجي جاڙيجو ۽ غلام شاهه سان جنگ:** ڀيمجي ڪڇ جو هڪ جاڙيجو پهلوان ٿي گذريو آهي. جڏهن ته ميان غلام شاهه ڪلهوڙو 1170هه/ 1757ع ۾ سنڌ جو حڪمران ٿيو ته ڪڇ جي راءِ طرفان ٿيندڙ زيادتين طرف ڌيان ڏنائين. ان وقت ٻه طاقتور قبيلا 'نوتيار' ۽ 'ڄت' ساڳئي وقت ڪڇ توڙي سنڌ (جاتي ۽ بدين) ۾ آباد هئا ۽ سندن ڪڇ جي راءِ سان تاريخي ناتو هو ڪڇ جا راءِ جيڪي جاڙيجا سما هئا، سي عقيدي طور مسلمان هئا، پر وٽن هندڪيون ريتون رسمون به رواج ۾ هيون. ان ڪري انهن سان سندن سڱابنديءَ جا رشتا هئا. انهي سمي ڪڇ جو راءِ گوڙجي هو جنهن جي پاڙ آسترجيءَ نوتيارين مان شادي ڪئي هئي. جيڪي ٻنيءَ جا وينل هئا. اُها ڇوڪري ايڏي همت واري هئي، جو سانهه ڏڳي کي ڪن مان جهلي قابو ڪري سگهندي هئي. کيس ٻه پٽ ٿيا: هڪ ڀيمجي ۽ ٻيو ويسوجي. اهي ٻئي همت وارا هئا. پر ڀيمجي وڏو پهلوان هو سندس ناناڻا نوتيار هئا ۽ سندس شادي سنڌ جي سوڍن مان ٿي هئي. سنڌ سان سندس گهاٽو تعلق هو. "جهاڙي جبل" وارو علائقو سندن جاگير ۾ هو جڏهن غلام شاهه ڪڇ تي ڪاهيو ته ڀيمجي ۽ سندس پاڙ مقابلي لاءِ "جهاڙو جبل" جهلي بيٺا. پر ميان غلام شاهه جي طاقتور لشڪر سان ٻجي نه سگهيا. پر آخر دم تائين وڙهيو ۽ سِر ڏنائين، پر ميدان نه ڇڏيائين. تڏهن چيائين ته: "واهه ڀيمجي! جنهن جهارو ملهايو."

**ڀيم سين جوشي:** پنڊت ڀيم سين جوشيءَ جو شمار هندستان جي ڳڻي ڳوين ۾ ٿئي ٿو. پاڻ ڪيرانا گهراڻي جو هن وقت وڏو گائڪ سمجهيو ويو ٿو. هي 4 فيبروري 1922ع تي ڪرناٽڪ رياست جي ڳوٺ گدگ ۾ ڳرچاري جي گهر ڄائو. سندس مادري ٻولي ڪنڙ آهي ۽ ميراٺي سندس ٻي ٻولي آهي. هي پنهنجي ٻيءَ ماءُ جو وڏو پٽ آهي. ننڍي هوندي سندس ماءُ گذاري وئي ته کيس سندس ماٽيجي ماءُ پاليو هن جي خاندان ۾ ڪانشس



اڳ ڪو به ڳائڻو ڪونه هو 11 سالن جي عمر ۾ هن استاد عبدالڪريم خان کي ٻڌو ته کيس خيال پيدا ٿيو ته هو به ڳائڻو ٿيندو. ان لاءِ 1933ع ۾ هن گهر کي الوداع ڪيو ته جيئن ڳائڻ جي تعليم حاصل ڪري لاءِ گرو ڳولي سگهي. ان سلسلي ۾ هن ڌرواڙ ڪانسواءِ پوني ۽ گواليار وغيره جو سفر ڪيو ۽ آخر مانڌوا ميوزڪ اسڪول گواليار ۾ داخلا ورتائين. اهو اسڪول گواليار جو مهاراجا هلائيندو هو انهيءَ اسڪول ۾ مشهور سرود نواز استاد حافظ علي خان به استاد مقرر هو پر انتي به هن کي چين نه آيو ٽي سال مسلسل هو گروءَ جي ڳولا ۾ اتر هندوستان ۾ ڙلندو رهيو ان وچ ۾ هن دهلي، ڪلڪتي، لکنو ۽ رامپور جو به سفر ڪيو اوڇتو جالندر ۾ سندس پيءُ کيس ڳوليو جنهن کيس واپس ڳوٺ آندو. 1936ع ۾ مشهور گائڪ گنڌروا سوامي کيس پنهنجي شاگرديءَ جو شرف ڏنو ڀيم سين هن جي گهر ۾ رهي سندس خدمت ڪئي ۽ شاگرديءَ جا مروج سڀ قانون بجا آندائين. گهر جو ڪم ڪار، استاد جي خدمت ۽ مهمانن جي خاطر تواضع سڀ ڪندو هو ان جي عيوضي ۾ استاد کيس راڳ جي سکيا ڏيندو هو ڪنگو ٻائي هنگول به ساڻس گڏ استاد سوامي گنڌروا وٽ ڳائڻ جي تعليم وٺندي هئي. هن 1942ع تائين اتي علم پرايو 1943ع ۾ پاڻ بمبئيءَ اچي ريڊيو تي ملازمت اختيار ڪيائين هن 19 سالن جي عمر ۾ پهريون ڀيرو بمبئيءَ جي هڪ فنڪشن ۾ ڳاتو عام توڙي خاص ماڻهن سندس ڳائڻ جي انداز، تانن جي روپ ۽ آواز جي ضابطي کي پسند ڪيو هن جي ڌن ۾ ڪيرانا گهراڻي جي راڳ واري انداز جي سگهڻ شروع ڪان جتي محسوس ٿيندي هئي. ڪن راڳن تي کيس وڏو ملڪو حاصل هو جيئن سر ڪلياڻ مياں جي توڙي، پوريا ڌناسري، ملتاني، ڀيم پلاسي، درباري ۽ رام ڪلي.

عبدالڪريم خان کان سواءِ مٿس ڪيسر ٻائي ڪيرڪر بيگم اختري، ۽ استاد امير علي خان جي راڳ جو گهڻو اثر رهيو. بهرحال ڀيم سين جوشيءَ جي ڳائڻ جو پنهنجو انداز رهيو جيڪو وقت جي سڀني گائڪن کان مختلف رهيو آهي. ڀيم سين ڪن فلمن ۾ به ڳاتو آهي جيئن مناڊي سان گڏ فلم "بسنت بهار"، پنڊت جيسراج سان "بيربل ماءِ برادر" ۽ "تان سين" وغيره. ڏکڻي موسيقي ۾ سندس ڪنڙ ٻوليءَ ۾ ڀڄن تمام گهڻو مشهور آهن.

هر سال ڊسمبر ۾ پنهنجي استاد جي ياد ۾ پوني ۾ ڪلاسيڪل موسيقيءَ جو ميلو "سوامي گنڌروا ميوزڪ فيسٽيول" لڳرائيندو آهي. جنهن ۾ هندستان جا ناميارا راڳي حصو وٺندا آهن.

ڀيم سين ننڍپڻ ۾ پنهنجي هڪ ماٽت سنندا ڪاٽي سان شادي ڪئي. جنهن مان کيس رگهو ويندرا ۽ آنند نالي ٻه پٽ آهن سنندا ڪاٽي سال 1992ع ۾ ديهانت ڪري وئي ته ٻيءَ عورت وتشالا سان 2004ع ۾ شادي ڪيائين جنهن مان به کيس ٻه پٽ ۽ هڪ نياڻي آهي.

سندس فن جو قدر ڪندي مختلف وقتن تي کيس هيٺيان اوارڊ ڏنا ويا:

(1) پدم شري اوارڊ 1972ع. (2) سنگيت ناٽڪ اڪيڊمي اوارڊ 1976ع. (3) پدم ڀوشن اوراڊ 1985ع. (4) نيشنل فلم اوارڊ 1985ع. (5) پدم ويڀوشن اوارڊ 1999ع. (6) انڊيا وڪرم برلا ڪالاسڪر پوراسڪر اوارڊ 2000ع. (7) ننڊوجا اوارڊ (ڪنڙ يونيورسٽي طرفان) 2001ع (8) مهاراشٽرا ڀوشن اوارڊ 2002ع. (9) ڪيرالا پرسڪار طرفان "سوائي سنگيتا پرسڪار اوارڊ" 2003ع. (10) ڪرناٽڪا رتنا اوارڊ 2005ع. (11) سوامي هري داس اوارڊ 2008ع. (13) دهلي سرڪار طرفان "لائيف اچيومينٽ اوارڊ 2009ع شامل آهن.

**ڀيم گوڊا:** ڀيم گوڊا، ننگرپارڪر جي علائقي ۾ ٻاٽيءَ سان پريل هڪ ڪُن جو نالو آهي. جيڪو "ڳڙ مکيءَ" کان ڪجهه مٿيرو آهي. ڪتاب "ٿرائي پارڪر" ۾ ڀيم گوڊا ڪن جي ويڪر ٻه فوٽ ۽ ڊيگهه ٽيهه فوٽ ڄاڻايل آهي. هن ڪن کي "ڀيم ڪن" پڻ ڪوٺيو ويندو آهي. هن بابت روايت آهي ته 'پانڊون جي پاڙ ڀيم کي جڏهن هن علائقي جي جبلن ۾ ٻاٽي ڪٿي به نه لڌو ته هن ڪاوڙ ۾ اچي زمين ۾ لت هنئي، جنهنڪري

گوڏن تائين زمين هيٺ هلي وڃي. پير ٻاهر ڪڍيائين ته اتان ٻاهر نڪري آيو. تنهنڪري هن "ڪُن" کي "پير ڳوڙا" يا "پير ڪن" چوندا آهن.

**پيمنداس منواڻي:** جناب پيمنداس منواڻي، جو جنم چاچڪ ڳوٺ (ساهتيءَ) ۾ ٿيو هو. پڙهڻ ۾ گهڻو هوشيار هوندو هو. مئٽرڪ ۾ سڄيءَ سنڌ ۾ پهريون نمبر آيو هو. بي.ايس.سي پاس ڪري ايل.ايل.بي پاس ڪيائين ۽ وڪالت اختيار ڪيائين. ساهتيءَ ۾ خواه اجمير ۾ هوشيار وڪيلن ۾ شمار ڪيو ويندو هو. ڪجهه وقت اجمير اسيمبليءَ تي چونڊيو هو. تقرير ڪرڻ جو چڱو فن هوندو هوس. قومي خيالن جو هو ۽ ان سان گڏ يار ويس. آزاديءَ جي هلچل ۾ سٺو ڀرو ڪرڻ ورتائين. مگر مالي مدد ڪندو رهندو هو. هتي به مسڪينن کي مدد ڏيندو رهندو هو. سندس وفات 10 سيپٽمبر 1944ع تي ٿي.

**پيڻ:** ٺٽي ضلعي جي جاتي شهر جو اصلوڪو نالو. جنهن کي "مگرپين" يا "مغل پين" به سڏيندا آهن. هتي 'مغل پين' درويش جي درگاهه به آهي.

**پيڻجو:** ٻوٽيءَ جو هڪ قسم. پٽ ٿي جنهن مان رسا ٺهندا آهن.

هن نالي سان ضلعي ۽ تعلقي حيدرآباد ۾ هڪ ديهه موجود آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن. پيندو شريف، حافظ ابڙو، لال هگورو، مريد شاهه فيض آباد، جهنڊو ڪوسو ۽ گل حسن جوڻيجو. ساڳئي نالي سان تعلقي روهڙيءَ جي ديهه "ٻيگمانجيءَ" ۾ هڪ ڳوٺ آباد آهي.

**پينڊي (Lady Fingures /Abelmoschus Esculentus):** هيءَ خريف جي موسم جو فصل آهي. جيڪو بڪر جي پاڇيءَ طور ڪم ايندو آهي. جيئن ته هيءَ



ٻوٽو سردي برداشت نٿو ڪري سگهي. ان ڪري ان جي واڌ ويجهه لاءِ گرم موسم جي ضرورت پوي ٿي. پينڊين جو فصل ٻه دفعا پوکبو آهي. هڪڙو فيبروري ۽ مارچ ۾ جنهن جو فصل مئي جون ۾ لهي. ٻيو فصل جون ۾ پوکبو آهي جولاءِ-آگسٽ ۾ لهندو آهي. سنڌ ۾ پينڊين کي "ڪات توريون" به چون. پينڊيون ٻن قسمن جون ٿين. هڪڙيون ولايتي. جن جو قد ٽن انچن کان ڇهن انچن تائين ٿئي ۽ ٻيون ڪاڇن پينڊيون. جيڪي سنڌي پينڊيون آهن. اهي ننڍيون ۽ اڌ گول يا مٿي گول وانگر ٿين. غذائيت جي لحاظ کان پينڊيون فائديمند آهن. انهن ۾ اي، بي، سي وٽامن ۽ معدني نمڪيات (لوهه، چن، فاسفورس ۽ آيوڊين) جو مقدار زياده ٿئي ٿو. طبي لحاظ سان آنڊن جي خرابيءَ ۽ السرَ، پيچش ۽ جريان جي علاج طور به ڪم اچيندا آهن. پينڊين جي سڪل ٻوٽن کي پيساڻي ان جي ٻاڻيءَ کي کنڊ جي رس مان ڳڙ ٺاهڻ وقت به ڪم اچيندا آهن. جيڪو کنڊ جي رس مان گندگي ڪڍڻ ۾ مدد ڪندو آهي.

**پينڊي[2]:** ڪپڙي جي پٽي، جيڪا نراڙ وٽان مٿي کي ٻڌجي يا رومال يا ڪپڙي جو ٽڪر جيڪو وارن جي حفاظت لاءِ مٿي جي مٿان ٻڌجي. ان کي به پينڊي چوندا آهن.

اها ڳنڍ جنهن ۾ اٽي تيل، ڪڻڪ ۽ هنڌ رکي ٻاهر ٿي ڪوسي ڪري ڏک سبب ٿيل سوڄ جي جاءِ تي ٽاڪوڙ لاءِ استعمال ڪئي وڃي ان کي به پينڊي چون

**پينڊي[3]:** اها ڳنڍ جيڪا رنگريز ڪپڙي رڱڻ کان اڳ ڪپڙي ۾ ڏين ته جيئن اتهي، هنڌ رنگ نه چڙهي. خاص ڪري "ٻانڌڻي" جي چٽ لاءِ سگهي سان ٻڌل ڳنڍ. اهو ٻيرو ٿين، رنگريزن جي هنر جو اصطلاح آهي.

**پينڊي (Wild Okra) (جهنگلي ٻوٽو):** هن کي پنجابي ۾ ڀيولا، لاطينيءَ ۾ Abelmoschus spp ۽ فارسيءَ ۾ باميه دشتي. چيو آهي ۽ هي ووڏنشاڻي Malvaceae ڪٽنب سان آهي. هي سدا بهار ٻوٽو آهي. جيڪو واريءَ رسين



زمينن تي ٿئي ٿو. هي ٻوٽو گهريلو پينڊين جهڙو تمام ننڍو ٿئي ٿو. هن جا گل ننڍا سفيد وچان گلابي رنگ جا ٿين ٿا. هي ڪارونجهر ۽ ٿرپارڪر جي جابلو علائقي ۾ عام جام ٿئي ٿو. حڪيمن جي ڪم جي آهي.

**پيندي شريف جو مدرسو:** هن مدرسي جو نالو مدرسه مدينة العلوم، پيندو شريف آهي. جيڪو تعلقي حيدرآباد جي ڳوٺ پيندي شريف ۾ مولانا احمد 1911ع ۾ قائم ڪيو هو. هن مدرسي جو بنياد دارالعلوم ديوبند دهليءَ جي نقش قدم تي رکيو ويو. بعد ۾ لاڙ، لس، ريگستان، بلوچستان، ايران، خضدار، خاران، سرحد ۽ پنجاب جا ڪيترا شاگرد هن مدرسي ۾ تعليم پرائڻ لڳا. مولانا احمد، پنهنجي زندگيءَ جا 30 سال هن مدرسي جي بنا اجوري خدمت ڪرڻ کان پوءِ 15 رجب 1946ع ۾ وفات ڪئي. جنهن بعد مولانا محمد عالم هن مدرسي جو مهتمم مقرر ٿيو. مولانا محمد عالم پنهنجي محنت سان هڪ ديني اداري جي نظم نسق ۽ تعمير کي پڄ آخري مرحلن تائين پهچايو. مدرسي ۾ تعليمي انتظام ڇهن شعبن تي قائم آهي.



(1) عربي ٻولي، حديث شريف، تفسير، فقہ، اصول فقہ، عقائد، علم، ڪلام، ادب ۽ ٻيا علم. (2) تجويد ۽ قرئت، حفظ القرآن ۽ ناظره (3) فارسي قديم ۽ جديد نصاب. (4) سنڌي- اردو حساب ڪتاب ۽ دينيات. هن وقت مدرسي جو مهتمم مولانا عبدالخالق پنهور آهي. جڏهن ته هر هڪ شعبي لاءِ الڳ الڳ استاد رکيل آهن.

جن قابل معلمن هن مدرسي ۾ خدمتون سر انجام ڏنيون ڏيئي ويا، تن ۾: حضرت مولانا عبدالله ڪنڌري، مولانا علي محمد، مولانا خليل الله رباني، مولانا مفتي رشيد احمد لڌيانوي، مولانا جميل احمد، مولانا محمد انور شاهه هزاروي، مولانا محمد نور عيسيٰ خيلي، مولانا مفتي احمد ورياهه ۽ مولانا محمد ابراهيم سجاولي قابل ذڪر آهن.

هي مدرسو وفاق المدارس العربيه، پاڪستان سان سلهاڙيل آهي، جڏهن ته سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري طرفان مدرسي جي سند 'شهادة العالميه اسلاميه' کي ايم. اي جهڙي حيثيت عطا ڪيل آهي. سنڌ جا به نامور عالم ۽ سياستدان، عبدالواحد آريسر ۽ مولانا عزيزالله ٻوهيو پڻ هن مدرسي جا تعليم يافته آهن.

**پيندي مشڪي** (ٻوٽي): هن کي انگريزيءَ ۾ Muskmallow، سنسڪرت ۾ لتا ڪستوري، هنديءَ ۾ مشڪ دانا، گجراتيءَ ۾ لتا ڪستري ۽ لاطينيءَ ۾ Abelmochus- Moschatus چيو ويندو آهي. هن جي آڪهه روئنگائي Malvaceae آهي.



هن ٻوٽي جي ٻجن جو مشڪدانه جي نالن سان اڪثر ڪتابن ۾ ذڪر آهي ۽ ٻوٽيءَ جي ماهيت بابت اڪثر مصنفن کي ڪا خبر نه هئي ايستائين جو حڪيم نجم الغني لکي ٿو ته حڪيم شريف خان دهلوي تاليف شريفيءَ ۾ مشڪ جو قسم قرار ڏئي غلط ماهيت لکي جڏهن ته انگريزي سائنسي ڪتابن جي مطالعي مان معلوم ٿيو ته هي پينديءَ جو هڪ قسم آهي ۽ ساڳي شڪل ۽ خاندان جو ٻوٽو آهي. اڪثر فائدا به پينديءَ جي ٻن ٻين قسمن سان ملندڙ جلندڙ آهن خوشبو هئڻ ڪري اضافي فائدا اٿس. صرف خزائن الادويہ ئي اهڙو ڪتاب آهي، جنهن ۾ مشڪدانيءَ جو تعلق پينديءَ سان ڏيکاريل آهي. حڪيم نجم الغنيءَ جا لفظ هيٺ لکجن ٿا:

"هڪ ماڻهو آٿيور جي اسٽيشن تي هن جا ٻوٽا لڳايا هئا. مون کان ڏکيا ٿين ٿا. ٻجن مان خوشبو ايندي هئي. ٻين پينديءَ جي ٻجن وانگر اٿس ۽ گل جنهن ۾ ٻج ٿيندا آهن اهي به پينديءَ وانگر آهن ٻن سالن کان پوءِ ٻوٽو ول ۾ تبديل ٿي وڃي ٿو گل گيدا پيندي وانگر هوندا اٿس." انهيءَ بيان کان پوءِ مشڪدانيءَ جو پينديءَ جو قسم ثابت ڪرڻ ڪو مسئلو نه رهيو. تڏهن به هن جا ٻن پينديءَ جي ٻين قسمن کان ٿورا وڏا هوندا آهن. ٻوٽو ڏيڍ ميٽر تائين ڊگهو ٿئي ٿو جيڪي لڙڪي وڃي جو اهڃاڻ ڏئي ٿو تعجب آهي ته اها ڳالهه به حڪيم نجم الغني کي هڪ عام ماڻهوءَ ڏني جيڪا سو سيڪڙو درست هئي. امريڪا مان شايع ٿيل جڙين ٻوٽين Herbs واري ڪتاب ۾ هن جي رنگين تصوير به پيندي جي قسم جي نشاندهي ڪري ٿي.

**پينگري**: وس جو ٻوٽڙو، جيڪو ٻهرئين وسڪاري بعد ٻارهن ڪلاڪن اندر اپري. جنهن جا پن سنهڙا، چيڳدار ۽ قد ڪنڊيدار ٿئي.

**پينگو/پينگاري**: هي جيت مڪڙ جيڏو ٿيندو آهي. ان جو مٿو سائو ۽ پٺيءَ تي مضبوط کوپي جا به تِر ڳاڙهي رنگ جا ٿيندا آهن جي فقط بچاءَ لاءِ آهن اڏامڻ لاءِ، هن جا هيٺان ۾ اڇا سنها نرم ٿيندا آهن جن سان اڏامندو آهي. هيءُ جيت برساتي موسم ۾ ظاهر ٿيندو آهي. وڻن خاص ڪري ڪنڊي جي وڻ تي ويهندو آهي. هن جي ماديءَ کي 'پينگي' چئبو آهي. جنهن جي پرن جا مٿيان ڪويا سائي رنگ جا ٿيندا آهن جن جي پرن ۽ مٿي وارن ڪوپن جو رنگ اهڙو ته تجليدار هوندو آهي. جو ڪاٺيءَ وانگر پيو چلڪندو آهي. هن جو هيٺيون بدن به مضبوط کوپي ۾ بند ٿيل هوندو آهي. ڳوٺن ۾ ٻار ڪيس جهلي ڪنڌ ۾ سڳو ٻڌي اڏائيندا آهن. ڪن، هن جيتن کي ڏسڻ شرط ماري ڪاٽي ويندو آهي. هنن وڻن جي هيٺان جيتن جي پرن ۽ مٿي جا ڪويا ڪريا پيا هوندا آهن. جن کي "پنڪلا" چون. ٻار اهي به ميڙي کڻي ايندا آهن ۽ گهرن ۾ ڄارن تي ۽ ڪوٺن تي آلي مٽيءَ ۾ لڳائي چڙهيندا آهن ۽ مٽي سڪڻ تي ان ۾ قابو ٿيو پيون ۽ پيا چلڪندا آهن. ننڍيون ننڍيون ڇوڪريون ڳُڏين جي ڳچين ۾ پنڪلا لڳائينديون آهن. هڪ ٻئي قسم جي به پينگي ٿيندي آهي. جنهن جا ڪويا ميراڻجهڙا، بي رونق ۽ مٽس اچا تڪا ٿيندا آهن هي ٿورڙن تي ڏسڻ ۾ ايندي آهي. ان کي "پيل پينگي" چوندا آهن.

**پيهو، جهامون**: سنڌ ۾ ڊگهي قد هجڻ جو عالمي رڪارڊ ٽوڙيندڙ جيڪي ماڻهو پيدا ٿيا، انهن ۾ جهامون پيهو به شامل آهي. هي 1901ع ۾ ڳوٺ ڏينپور تعلقي ڪنڊڪوٽ ۾ ڄائو. سندس قد 13 فٽ، 4 انچ هو. سنڌ ۾ ڊگهي قد جي حوالي سان عالم جنيءَ کي شهرت ملي. هن وقت سنڌ ۾ نصير سومرو ڊگهو قد رکندڙ شمار ٿئي ٿو پر جهامون پيهو سنڌ ۾ پاڪستان ٺهڻ کان اڳ ٿي گذريو آهي. جيڪو هن وقت حيات هجي ها ته شايد ان کان وڌيڪ قد وارو ماڻهو دنيا ۾ نه هجي ها. هن لاءِ ڪيترين ئي روايتون موجود آهن. هڪ روايت آهي ته هڪ دفعي جڏهن ٽوڙي بند ٻڌي ٿيو ته هو به مزدوريءَ لاءِ آيو. انگريزن وڏو قد ڏسي ٽوڙي بنگلي جي ڇت سان بيهاري اتي نشان طور هڪ ڪلي هنئي. جيڪا اڄ تائين اتي موجود آهي. اها ڪلي هن وقت به زمين کان 11 فوٽ چار انچ مٿي آهي. انگريزن کيس لنڊن وٺي وڃڻ جو ڪيترائي دفعا چيو پر هن جي ماءُ کيس نه ڇڏيو ۽ عالمي شهرت حاصل نه ڪري سگهيو. 1944ع ۾ وفات ڪيائين. کيس ڳوٺ ڏينپور جي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو.

**پيهو، ڪوڙا خان**: شڪارپور ضلعي جي مشهور سياسي ۽ سماجي شخصيت الحاج محبوب علي خان پيهو عرف ڪوڙا خان. تعلقي شڪارپور جي ڳوٺ جاڳڻ ۾ سردار محمد صلاح خان پيهي جي گهر ۾ 1919ع ۾ پيدا ٿيو ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪيائين. ميٽرڪ جو امتحان 1940ع ۾ نور محمد هاءِ اسڪول حيدرآباد مان پاس ڪيائين.

حاجي ڪوڙا خان پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز بلدياتي چونڊن ۾ حصو وٺي ڪيو. قومي سياست ۾ 1959ع ۾ شامل ٿيو. اولهه پاڪستان اسيمبلي (ون يونٽ) جي زماني ۾ 1962ع کان 1965ع تائين صوبائي اسيمبلي مغربي پاڪستان جو ميمبر رهيو. ان کان سواءِ مغربي پاڪستان صوبائي اسيمبلي ۾ پارليامينٽري سيڪريٽري پڻ رهيو. ڪوڙا خان زندگيءَ ۾ سياسي رواداريءَ جو قائل رهيو. مسلم ليگ سان وابستگي رهيس ۽ سنڌ جي روحاني ۽ سياسي شخصيت پير پاڳاري سان واسطي ۾ رهيو. جڏهن پير پاڳاري مسلم ليگ (پاڳارو گروپ) ناهي ته حاجي ڪوڙا خان پاڳاري گروپ ۾ شامل ٿيو ۽ هن جو آخر تائين لاڳاپو مسلم ليگ (فنڪشنل) سان رهيو.

حاجي ڪوڙا خان 1985ع ۾ شڪارپور ضلعي جي صوبائي تڪ مان صوبائي اسيمبليءَ جي اليڪشن ۾ حصو ورتو پر ان اليڪشن ۾ ٿورن ووٽن تي جنيد احمد سومري کان شڪست کاڌائين. حاجي صاحب سياسي سرگرمين کان سواءِ علائقي جو انتهائي شخير انسان رهيو آهي. غريب ۽ نادار انسانن جي ظاهري ۽ لڪل نموني سان امداد ڪندو رهيو. غريب شاگردن کي تعليم جاري رکڻ لاءِ به امداد ڪندو رهندو هو. هن خميس 23 آڪٽوبر 2008ع ۾ سفر دوران سکرنڊ شهر ۾ وفات ڪئي.

# ت

**تاباڻي:** هندستان کان لڏي آيل مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو. هن ذات مان اشرف ڏبليو تاباڻي سنڌ جو گورنر به رهي چڪو آهي. (ڏسو: اشرف ڏبليو تاباڻي، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد-1).

**تابش بخاري:** نوجوان شاعر. غلام شبير شاهه، "تابش بخاري" 12 جولاءِ 1965ع تي ڳوٺ شير محمد ڏاريو، تعلقي دادوءَ ۾ سيد رسول بخش شاهه جي گهر ۾ پيدا ٿيو. تعليم ايم.اي (اسلامڪ ڪلچر) ۽ ايم. ايڊ ڪئي. هن وقت گورنمينٽ هاءِ اسڪول طالب المولىٰ دادوءَ ۾ سيڪنڊري استاد



(H.S.T) آهي. هن 1989ع کان ٻارن لاءِ شاعريءَ سان پير پاتو. بعد ۾ غزل، چوسٽن، حمد ۽ نعت جي صنفن ۾ به طبع آزمائي ڪيائين. هن جي شاعري ڪيترن ئي فنڪارن ڳائي آهي، جن ۾ منظور سخيراڻي، ٻالڪ سنڌي، حيدر علي شبير شاهاڻي ۽ ٻيا شامل آهن. هو استاد بخاري اڪيڊمي دادوءَ جو ميمبر، سنڌي ادبي سنگت دادوءَ جو سيڪريٽري، سگا شاخ دادوءَ جو اطلاعات سيڪريٽري رهي چڪو آهي. ايف ايم 99 دادوءَ جو اناؤنسر آهي. سندس شاعريءَ جو ڪتاب "منهنجا شعر- منهنجون تصويرون" ڪشون جنم پبليڪيشن، دادوءَ پاران 2010ع ۾ شايع ٿيو آهي. جنهن جو مهاڳ، نامور اديب بشير سيتائيءَ جو لکيل آهي. ادبي مڃتا طور ڪيس ڪجهه ايوارڊ به مليا آهن جن ۾ استاد بخاري اڪيڊميءَ طرفان بهترين ورڪر جو اوارڊ، شهيد عادل سخيراڻي اوارڊ ۽ استاد صالح ساند اوارڊ شامل آهن. هو هن وقت دادوءَ ۾ رهائش پذير آهي.

**تابش دهلوي:** اردو زبان جي ناماياري شاعر تابش دهلويءَ جو اصل نالو سيد مسعود الحسن هو. هو 9 نومبر 1911ع تي دهليءَ ۾ پيدا ٿيو. تعليم حيدرآباد دکن مان حاصل ڪيائين. بعد ۾ آل انڊيا ريڊيو تي اناؤنسر طور



ملازمت ڪيائين. ورهاڱي بعد ريڊيو پاڪستان سان وابسته ٿي، خبرون پڙهڻ ۽ نيوز ايڊيٽنگ جو ڪم ڪيائين. ڪراچي يونيورسٽيءَ مان 1958ع ڌاري بي اي ڪيائين. هن شاعريءَ ۾ "فاني بدايونيءَ" کان اصلاح حاصل ڪئي ۽ پنهنجي الڳ انداز سان شاندار غزل لکيائين. تابش دهلويءَ حمد ۽ نعت ۾ به طبع آزمائي ڪئي. پنهنجي مخصوص لباس شيرواني، علي ڳڙهه ڪٽ پاجامي ۽ ٽوپيءَ ۾ نظر ايندڙ تابش نوجوان شاعرن جي حوصلي افزائي به ڪندو رهيو. ڪيس صدارتي اوارڊ 'ستاره امتياز' به مليو. سندس پهريون شعري مجموعو "نيم روز" 1963ع ڌاري ڇپيو. جڏهن ته ٻين مجموعن ۾ چراغ صحرا (1982ع)، غبار انجم (1984ع)، تقديس (1984ع)، ماه شڪسته (1993ع) ۽ ڏوب چاڻون (1996ع) شامل آهن. تابش دهلويءَ، 23 سيپٽمبر 2004ع تي ڪراچيءَ ۾ وفات ڪئي.

**تابعين:** تابعين انهن مسلمانن کي چئبو آهي جن نبي سڳوري صلي الله عليه وسلم جي ڪنهن اصحابيءَ کي ڏٺو هجي. هي اصطلاح حديث جي علم ۾ خاص اهميت رکي ٿو ۽ انهن ماڻهن لاءِ استعمال ٿيندو آهي جيڪي رسول ڪريم صلعم جي اصحابن کان پوءِ پيدا ٿيا. اصحابي اهي شخص آهن جن نبي سڳوري صلعم جي زيارت ڪئي ۽ ساڻن روبرو ملاقات ڪئي. تابعين اهي شخص آهن جيڪي نبي سڳوري صلي الله عليه وسلم ڪانپوءِ واري طبقي مان هئا يا سندن همعصر هئا. ليڪن ساڻن سندن ذاتي تعلق نه هو البت ڪنهن اصحابيءَ کي سڃاڻندا هئا. تابعين جي مختصر لفظن ۾ وصف هيءَ ٿيندي ته اصحابين کان پوءِ ٻئي طبقي ۾ شامل اهي شخص جن جون بيان ڪيل روايتون قابل قبول ٿي سگهن. واحد کي 'تابع' يا 'تابعي' چوندا آهن.

**تابڪاري:** ڪنهن ائٽم جي مرڪز (Nucleus) جو خود ساخته بنيادي ذرن سان گڏ برقي مقناطيسي شعاعَ خارج ڪرڻ دوران ڪنهن ٻئي عنصر جي نيوڪليس ۾ بدلجڻ واري عمل کي تابڪاري چئبو آهي. تابڪاريءَ دوران توانائيءَ جو چڱو مقدار خارج ٿيندو آهي ۽ ان کي خاص صنعتي ۽ عسڪري (جنگي) مقصدن لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي.

تابڪاري جي دوران خارج ٿيڻ وارا اڪثر ذرا هيليم نيوڪليس، اليڪٽران ۽ گيما فوٽون هوندا آهن. کي ترتيب وار الفا، بيٽا ۽ گاما شعاع چيو وڃي ٿو. اڪثر تابڪاريءَ ۾ پروٽان به خارج ٿيندا آهن. بيٽا شعاع نهايت تيز رفتار اليڪٽران آهن. نيوڪليس ۾ موجود نيوٽران مان ڪو هڪ اليڪٽران ۽ پروٽان ۾ تبديل ٿيندو آهي. اليڪٽران فوري طور 'بيٽا ذرڙي' طور خارج ٿيندو آهي. پوءِ ٻچيل نيوڪليس جو هڪ ائٽمي نمبر وڌي ويندو آهي. جڏهن ته ائٽمي وزن تي ڪو فرق نه پوندو آهي.

تابڪاري، هڪ طرفو عمل ٿئي ٿو ۽ هر وقت جاري رهي ٿو جيئن ته تابڪاري هڪ قدرتي عمل آهي. تنهنڪري ان کي 'قدرتي تابڪاري' (Natural Radioactivity) به چئبو آهي. 1896ع ۾ پهريون دفعو فرانس جي سائنسدان، هينري بيڪورل، تابڪاري معلوم ڪئي. جيڪا کيس هڪ اتفاقي تجربي ذريعي معلوم ٿي. تابڪاري شعاعن جا ٽي قسم ٿيندا آهن: الفا شعاع (Alpha rays)، بيٽا شعاع، (Beta rays) ۽ گاما شعاع (Gamma rays). تابڪاري شعاع، هيليئم جو مرڪز آهن. هنن ننڍي شعاعن کي ڌار ڪرڻ لاءِ چقمقي ميدان (Magnetic field) جي ضرورت پوندي آهي. الفا ذرڙن جو ماپو، هائڊروجن جي ماپي کان اٽڪل چوڻو ٿئي ٿو. الفا شعاعن جي ڀيٽ ۾، بيٽا ذرڙن جو ماپو بلڪل ٿورو ٿئي ٿو. اهي آسانيءَ سان پڪڙجي وڃن ٿا. گاما شعاع جڏهن ڌاتن تي پون ٿا ته انهن اليڪٽران خارج ڪن ٿا. تابڪاريءَ مان تمام گهڻا خطرا درپيش آهن. تابڪاري شعاع انساني جسم جي جيو گهرڙن (Cells) لاءِ تمام گهڻا نقصانڪار ٿين ٿا. تابڪاري شعاعن جي اجائي استعمال سان سرطان (Cancer) ۽ ٻيون ڪيترين ئي بيمارين ٿي سگهن ٿيون: جيئن رت ڪوٽ، اکين مان زهريلا ڳوڙها ڪرڻ ۽ موتئي جي بيماري پڻ ٿي سگهي ٿي. تابڪاريءَ کان بچاءَ لاءِ تابڪاري شعاعن کان پاسو ڪرڻ گهرجي. چوڻ تابڪاريءَ جو حد کان وڌيڪ استعمال صحت لاءِ تمام گهڻو نقصانڪار آهي.

**تابوتُ**: لاش رکڻ لاءِ ڪاٺ جي صندوق، ڪاٺ جي مصنوعي تربت، اجکلهه ميت کي ڪاٺ جي کوکن ۾ بند ڪيو ويندو آهي. تن کي عام طرح 'تابوت' ڪوٺيو وڃي ٿو. سمورن وڏن شهرن ۾ تابوت ٺاهيا وڃن ٿا.



انهن جا ڪيترائي قسم آهن. جن ۾ هڪ قسم اهو به آهي، جنهن ۾ ميت جي منهن واري جاءِ تي شيشي جي دري رکي ويندي آهي ته جيئن جنازي نماز کان اڳ يا پوءِ مائٽ مٽ ۽ دوست احباب ميت جو منهن ڏسي سگهن.

**تابوت**[2]: تابوت لفظ جو استعمال عزاداريءَ ۾ به ٿيندو آهي. تابوت، تعزيا، پينگها، سيجون ۽ ذوالجناح، عزاداريءَ جا اهم حصا آهن. محرم الحرام جي مهيني ۾ عزادار وڏي عقيدتمنديءَ سان اهي تبرڪات ماتمداريءَ لاءِ ڪڍندا آهن. تابوت جو رواج عزاداريءَ ۾ ڪيئن پيو ان بابت "صحيفة العزا" جي مصنف هڪ روايت قلمبند ڪئي آهي ته: "ڪنهن شهر ۾ هڪ مومن پنهنجي ماءُ سان رهندو هو. هي ٻئي ماءُ پٽ محرم الحرام جي مهيني ۾ عزاداريءَ جو وڏي پيماني تي اهتمام ڪندا هئا. اهڙيءَ طرح اهو سلسلو هلندو رهيو. تان جو هڪ سال محرم الحرام جي مهيني ۾ ڪجهه ظالم ڏاڍيلن هن مومن کي سندس ماءُ جي سامهون قتل ڪري سندس لاش کي ٽڪر ٽڪر ڪري ڇڏيو. اهو واقعو 6 محرم الحرام 228هه / 842ع جو آهي. ان مومن جي ماءُ پنهنجي پٽ جي لاش جا ٽڪر ٽڪر ڏسي روئڻ چاهيو ٿي ته هڪدم سندس دل ۾ حضرت امام حسين عليه السّلام جي شهادت ۽ سندس فرزندن حضرت علي اڪبر عليه السّلام ۽ حضرت علي اصغر عليه السّلام جي شهادت جو واقعو اکين آڏو اچي ويو. اها مومن عورت يڪدم پنهنجي پٽ جي لاش تان اٿي اهو چئي امام بارگاهه ۾ هلي وئي ته هي عزاداريءَ جا ڏينهن آهن ۽ آءٌ صرف ۽ صرف شهداءِ ڪربلا جي غم ۾ روئنديس. ان مومنياڻي پنهنجي پٽ جي غم کي وساري عزاداريءَ جو سلسلو جاري رکيو. 8 محرم تي صبح جو جڏهن اها مومنياڻي اٿي ته سندس پٽ جيئرو جاڳندو سندس سامهون ويٺو هو. ماءُ پنهنجي پٽ کي جيئرو ڏسي هڪدم سمجهي وئي ته اها حضرت امام حسين عليه السّلام جي ڪرم نوازي آهي ۽ اٿي جو اٿي ماءُ پنهنجي پٽ کي روئي چيو ته ابا جهڙي طرح تنهنجو ٽڪر ٽڪر ٿيل لاش ڪو ڪاٺ وارو نه هو. اهڙي طرح پنهنجي مولا حسين عليه السّلام ۽ سندس ٻچن جي لاشن کي ڪاٺ وارو به ڪو ڪونه هو هائي وچ. هن مٽيءَ جي تربت وانگر هڪ مٽيءَ جو تابوت (ڏولي) ٺهرائي اچ ته جيئن اهو سينگاري امام بارگاهه ۾ رکون. ڇو ته ڪربلا جي ميدان ۾ يزيد ظالم جي حڪم تي حضرت امام حسين عليه السّلام ۽ شهداءِ ڪربلا جي سرن کي نيزن تي سوار ڪيو ويو هو. سندس ڌڙن تي گهوڙا ڊڪائي پائمال ڪيو ويو هو. هائي جلد تابوت تيار ڪرائي اچ. اهڙيءَ طرح تابوت جو رواج عام ٿيو. ان ۾ ڪو به شڪ نه آهي ته تابوت ڪڍڻ جو رواج سنڌ مان شروع ٿيو. سنڌ جي مومنن جي حضرت امام حسين عليه السّلام سان وڏي عقيدتمندي رهي آهي.

سنڌ ۾ تابوت جو ماتم به عام آهي. خيرپور، روهڙي، ٺٽي، نوابشاهه، ڪراچيءَ ۽ حيدرآباد سميت سڄيءَ سنڌ ۾ تعزيه، تابوت، علم، پينگها ۽ ذوالجناح وڏي عقيدتمنديءَ سان ڪڍيا ويندا آهن. حيدرآباد ۾ قدم گاهه



عزاداريءَ وارو تابوت

مولا علي، امام بارگاهه علي آباد، امام بارگاهه ابو تراب مان پڻ عزاداريءَ جي ڏهاڙن ۾ تابوتن جو ماتم ٿيندو آهي ۽ ان ڪانسوار چاليهي (جهلم) تي لطيف آباد نمبر 9 سادات ڪالونيءَ مان پڻ 72 تابوت ماتمي جلوس سان ڪڍيا ويندا آهن.

**تاتاري قوم**: لفظ "تاتار" ابتدا ۾، انهيءَ ننڍي قبيلي جو نالو هو، جيڪو اصل مغلن جي ڏڙ ۾ آباد هو، جنهن جا ماڻهو شڪل صورت ۾ مغلن کان گهٽ نه هئا. اهو معلوم ناهي ته ان لفظ جو اصل بنياد ڪنهن قديم مغل سردار 'تاتور' جو نالو آهي يا چيني لفظ 'تاتا' آهي. موجوده محققن جي راءِ آهي ته انهيءَ لفظ "تار تار" کي پيهر رائج ڪيو وڃي. وٽن دليل آهي ته مغلن وٽ لفظ 'تار' جو مطلب 'اوباش' يا 'لاڏائو' هو ۽ ان لفظ تي زور ڏيڻ سان ان جو تڪرار ڪندي 'تار تار' چوندا هئا. جڏهن ته چيني 'ر' ڳالهائي نه سگهندا آهن. ان لاءِ هو ان کي 'تا- تا ازيره' چوندا هئا. جيئن ته لاڏائو قبيلن مان چينين سان تمام ويجهو قبيلو 'تاتاري' ئي هو. ان لاءِ اهي سڀ لاڏائو قبيلن کي تاتاري ئي چوڻ لڳا. حالانڪ 19 صدي ۾ جيڪي يورپي سياح ڀٽڪندڙ ڀورو اوباشن جي علائقن ۾ پهتا، تن کي مغلن پنهنجي لاءِ لفظ 'تاتاري' استعمال ڪرڻ کان منع ڪيو هو. ڇو ته تاتاري انهن قبيلن مان هڪ هو جن تي هنن برتري حاصل ڪئي هئي. 1200ع بعد مغلن کان شڪست کائي تاتاري برباد ٿيا. ڇو ته سنڌن جي سلطنت جي هٿيارٻند قبيلن ۾ ضم ٿي ويا هئا. تيمور جي وڏن (برلاس قبيلي) جو تعلق انهن اصلي تاتارين سان نه هو. جيڪي ڌنڌ ٻوڙار جي ڀرواري ۽ ڪجهه ٻين هنڌن تي جانورن جو شڪار ڪندا هئا. برلاس انهيءَ قوم مان هئا. جنهن کي اڳاٽا 'ترڪ' چون ٿا. ۽ انهن لاءِ به 'تاتار' کان بهتر ڪو نالو نه آهي. لفظ "تاتار" کي ابن خلدون ڪتاب 'العبر' ۾ هر جاءِ تي هوندي ته 'تاتاري' لکيو آهي. هن ۾ مقدمي ۾ 'تتار' لکيو آهي. سنڌ ۾ ارغونن، ترخانن ۽ مغل حملي آورن لاءِ "تاتاري" لفظ ڪم آندو ويندو آهي.

**ٽاٽانا** (Tatana): هندستان جي مهاراشٽرا صوبي مان ٻه سنڌو تهذيب سان واسطو رکندڙ انيڪ ماڳ مليا آهن جتي سنڌو، ستلج ۽ بياس ندين جي ڪنارن سان هن عظيم تهذيب جا آثار مليا آهن. اتي گهيلو ۽ ڪلومبار ندين جي ميدانن مان ٻه سوين اهڙا ماڳ لڌا آهن، جتان ملندڙ وٿون موهن جي دڙي مان لڌل مختلف وقتن جي وٿن سان ڀيٽي سگهجن جهڙيون آهن. ان مان اهو ثابت ٿيو ٿي ته هن تهذيب جي پکيڙ ڪافي وسيع هئي. گهيلو ڪومبار نديءَ جي ميدانن وارن علائقن جي کوٽائي 1972ع ڌاري گريگوري پوزل ڪئي هئي. ان وقت ڪيس تاريخ کان اڳ جي ڪنهن به ماڳ جو پتو ڪو نه پيو هو ۽ تاريخ کان پوءِ جا ڪيترائي ماڳ هن صاحب کوٽي ڪڍيا هئا. ترت ئي پوءِ هندستان جي قديم آثارن جي ماهرن جي مدد سان هن ڪي 1200 جي لڳ ڀڳ اهڙا ماڳ کوٽي ڪڍيا، جيڪي پڪي هڙپائي دور (Mature Harappan) ۽ پوءِ جي گهٽائي هڙپائي دور (Post Harappan) سان واسطو رکن ٿا. انهن مان اهم ماڳ ڪالي پٽڪن، رنگپور، جيوائي جو ٻورو ۽ ٻيا اهم ۽ مشهور آهن. گهيلو ڪلومبار ندين جي ميدانن سان لاڳاپيل ماڳ هندستان جي سنڌو تهذيب جي مشهور ماڳ رنگپور جي مختلف دورن سان واسطو رکن ٿا. تن مان هڪ ماڳ 'ٽاٽانا' به آهي جي ماڳ ڳڍاڙا (Gadhada) تعلقي ٽاٽانا ۾ هڪ دڙي جي صورت ۾ 40° 71'- اوڀر 58° 21' اتر ڊگرين تي ضلعي ڀاونگر مهاراشٽرا ۾ موجود آهي. جنهن جي کوٽائي مشهور آرڪيالاجسٽ گريگوري پوزل ڪئي آهي جي پٺين سهسر (11-BC) جي والار ڪئي وئي آهي. هي ماڳ 310x170 ميٽرن جو آهي. اوس پاس جون زمينون پڙيانگ هيون. ڪا به آبادي ڪا نه هئي. هتان ملندڙ ٺڪرائو سٺي ڳاڙهي ناسي رنگ (Fabric) سان جنهن تي اندران توڙي ٻاهران ليڪا (Slip) نڪتل آهن. هتان مليل ٺڪرائو چڪ تي ٺاهيل آهي. هن ماڳ جي والار جو دور رنگپور ماڳ جي پٺين تهه سان ڀيٽڻ جهڙو آهي.



ٽاٽانا ٺڪر



ٽاٽانا ٺڪر

**ٽاپولي/ تپاولي** (موسمي تپ جي مند): سنڌ ۾ سيپٽمبر جو اڌ ۽ آڪٽوبر جا مهينا، سرءُ جي مند جا مهينا ٿيندا آهن. انهيءَ موسم ۾ پاڻيءَ ۾ چيٽهرو ايندو آهي، ۽ درياهه، واهن ۽ ڍنڍن ۾ بيٺل پاڻيءَ تي مڇر جام ٿيندا آهن. جن جي زهريلن ڏنگن جي اثر کان انسان توڙي حيوان تپ ۾ چيٽهرو ايندو آهي، ۽ درياهه، واهن ۽ ڍنڍن ۾ بيٺل پاڻيءَ تي مڇر جام ٿيندا آهن. جن جي زهريلن ڏنگن جي اثر کان انسان توڙي حيوان تپ (بخار) ۾ مبتلا ٿي ويندا آهن. هن قسم جي بخار واري موسم کي ٽاپولي يا تپاولي جي موسم چوندا آهن.

**ٽاپيلو**: ٽانءُ جو هڪ قسم. جست يا ٽامي وغيره جو ويڪري منهن سان ڪاڙهي رڌڻ/ وڌائڻ لاءِ ڪم ايندڙ عام مشهور ٿانءُ.

**تاجُ**: بادشاهي دستار، خاص ٽوپي (مٿي تي ڪلاهه دار، ڊگهي، سفيد ٽوپي) هن قسم جي ٽوپيءَ کي سنڌ ۾ شاهه عنايت شهيد جهوڪ شريف وارن صوفين، بزرگن، توڙي ٻين ڪيترن صوفين جي رسمي اصطلاح ۾ "تاج" سڏيندا آهن. درويشي ڪُلاهه ۽ درويشي لباس ۾ "تاج" کي خاص اهميت ڏني وئي آهي. صوفين جي هر طريقي جي تاج جو نمونو ۽ رنگ مختلف هوندو آهي.



مولانا روم کي پهريل صوفيانو تاج

قديم دور ۾ ڪيترن ئي ملڪن جا بادشاهه مٿي تي تاج پائيندا هئا. هر هڪ ملڪ جي رواج مطابق "تاج" جون صورتون جدا جدا هونديون هيون. اسلام ۾ باقاعدي شاهي تاج يا تاجپوشيءَ جو رواج نه هو. مغربي ملڪن ۾ تاجُ شاهي اقتدار جي علامت سمجهيو ويندو هو. بنوامَيه ۽ عباسي خليفن ايراني روايت جي تقليد ڪئي. مصر جي فاطمي خليفي جو باقاعدي تاج نه هوندو هو، پر "عمامو" هوندو هو اهڙيءَ طرح سنڌ ۾ به ڪي حڪمران تاج پائيندا هئا ته ڪي وري جڙاؤ پٽڪا. ٽالپرن مان مير فتح علي خان پٽڪو ۽ باقي سڀ مير "ڪروپ" تاج طور ڍڪيندا هئا، جنهن تي جواهر ٽاڪيل هوندا هئا ۽ اهو اڇي رنگ جو هوندو هو. عثمانيه حڪومت جي سلطان لاءِ مشهور آهي ته هو "تاج خراساني" پائيندو هو. انگلينڊ جي رانيءَ جو 'تاج' مشهور آهي. ايتريقدر جو اُن تاج جو نشان 'ڪرين' ۽ ٻين شين تي به اُڪريو ويندو هو. برصغير ۾ 'تاج هوٽلن' تي ان قسم جو تاج، ٽريڊ مارڪ طور نظر ايندو هو.



**تاج الدين انصاري**: تاج الدين انصاريءَ 1891ع ۾ جنم ورتو. هو معروف مصنف، صحافي، سياسي ۽ سماجي شخصيت هو. مجلس احرار جو صدر ۽ ڪشمير ۾ تحريڪ خلافت جو مجاهد هو. روزنامه "آزاد" ۽ "سياست" لاهور جو ايڊيٽر به رهي چڪو هو. هن 1 مئي 1970ع تي لاهور ۾ وفات ڪئي. سندس ڇهه ڪتابن ۾ هيٺيان شامل آهن.

(1) نقش اقبال (فارسي مان منظوم پنجابي ترجمو)، (2) سرابپورهاقلاڪ (اردو جاويدنامہ 1977)، (3) شرح غزليات غالب (فارسي)، (4) دوگونہ (منظوم اردو ترجمو غزل امير خسرو)، (5) جاه و جلال (اردو Power & Glory)، (6) صد شعر اقبال (شرح:1977ع).

جڏهن تہ سندس ٻارن لاءِ چيل ڪتابن ۾ توت بتوت، ٽال متول ۽ جهولتي اچي وڃن ٿا. کيس نشان سپاس حڪومت ايران (1959ع)، ستاره خدمت (1962ع) ۽ ستاره امتياز (1967ع) اعزاز مليل آهن. سندس وفات 7 فيبروري (1978ع) تي لاهور ۾ ٿي.

**تاج الدين بن زڪريا شيخ:** تاج الدين بن زڪريا شيخ جو جنم سنڀل ضلعي مراد آباد، ڀارت ۾ ٿيو. علم جي تحصيل کان پوءِ اجمير ۽ ناگور ۾ بہ رهيو. پوءِ شيخ الله بخش شطاريءَ جي خدمت ۾ رهيو. خواجہ باقي بالله کان ڏهن سالن تائين فيض حاصل ڪيائين. ان کان پوءِ هندستان (موجوده پاڪستان ۽ ڀارت) جي مختلف شهرن ۾ سير و سياحت ڪيائين ۽ عراق کان ٿيندو عرب جي مختلف حصن ۾ گهميو ۽ پوءِ مڪي شريف ۾ مقيم ٿي ويو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين. سندس وفات جو سن ڪن تاريخدانن 1051هه/ 1641ع لکيو آهي. شاهہ ولي الله محدث دهلوي حضرت مجدد الف ثاني ۽ سيد مرتضيٰ زبدي، تاج الدين شيخ جي تعليمات جي تائيد ڪندي چيو آهي تہ عرب ۾ طريقہ نقشبنديہ جي اشاعت سندس ئي ذريعي ٿي. هن ڪافي يادگار تصنيفون ڇڏيون آهن مثلاً: ”نفحات الانس جامي“ ۽ ”رشحات عين الحياة ڪاشفي“ جو عربي ترجمو، ”رسالہ طريقہ نقشبنديہ الصراط مستقيم“، ”النفحات الالهيہ“، ”جامع الفوائد“ وغيره. کيس شاهجهان بادشاهہ هندستان اچڻ جي دعوت ڏني هئي. پر شيخ لکي موڪليو هو تہ ”مون کي بيت الله شريف ۾ پنهنجي نمائندگيءَ جي اجازت ڏئي ڇڏيو“ بہ پٽ هئس، وڏي پٽ محمد عارف جي وفات سندس وصال کان پنج ڏينهن پهرين ٿي. سندس ٻيو پٽ محمد معاذ 1060هه/ 1650ع ۾ مڪ مڪرمہ کان شاهجهان بادشاهہ جي لاءِ تبرڪات کڻي آيو هو.

**تاج الدين سيد:** اسماعيلي پيرن مان پير صدرالدين جو فرزند سيد تاج الدين سنڌ جي اسماعيلين جو وڏي احترام وارو پير ٿي گذريو آهي. هي سمن جي دور ۾ سنڌ جي لاڙ واري حصي ۾ تبليغ ڪندو هو سندس تبليغ جو مرڪز ”پانڌيءَ“ جو شهر هو جتي اڄا تائين، پانڌيءَ ۾، سندس ٻن همعصر اسماعيلي بزرگن شيخ نظام الدين ۽ ”شاهہ کهور“ جا روضا موجود آهن. پير تاج الدين جي مزار ٽنڊي باگي کان ”آچ شريف“ ڏانهن ويندي، جتن ميلن جي مفاصلي تي آهي، جتي تلهار کان بہ وڃي سگهجو آهي. پير تاج الدين جا ڪيترائي گنان ملن ٿا. هو پنهنجي پيءُ پير صدرالدين وانگر سٺو شاعر هو سندس بہ گنان نموتي طور ڏجن ٿا:

ڏيٺي گر کي واچا، هي جي ٿر نہ رهنيا،
تن ساڻ کيهنا نہ ڪيجئي
...
بوليا پير- تاج الدين شاهہ کي اُمايں
ڦل سچا يارا! مومن ليجي

**تاج العاشقين محمد سنڌي:** تاج العاشقين محمد سنڌي ولد عبدالله سنڌي، سنڌ مان لڏي ڀارت جي شهر برهانپور ۾ وڃي رهيو. تاج العاشقين حديث، تفسير، فقهہ، حڪمت، طب ۽ هيئت جو ماهر هو. ٿيندي هوندي کان ئي سهڻي صورت ۽ مٺڙي آواز جو متوالو هو. تاج العاشقين کي 1013هه/ 1604ع ڌاري راجپوتن شهيد ڪيو.

**تاج العلوم مدرسو:** مدرسہ تاج العلوم سکر جو باني فقير عبدالعزيز ڪوسو آهي. جنهن 1971ع ۾ هيءُ مدرسو قائم ڪيو. هن وقت هن مدرسي جو مهتمم مولانا سلطان احمد سيال ۽ مدرس مولانا فيض محمد هڪڙو آهي.

**تاجپورُ:** ضلعي حيدرآباد جو مشهور ڳوٺ. جيڪو ڪلهوڙن جي امير ”تاجي ليڪيءَ“ جي جاگير هئي ۽ ٽالپري عهد ۾ لغاري نوابن جو مرڪزي ڳوٺ بڻيو. پر اهو ان وقت سرڪار (ٽالپرن جي حڪومت) جي ملڪيت ۾ هو. موجوده ڳوٺ ”تاجپور“ واري جاگير پهريائين مير غلام علي خان ۽ مير مراد علي خان طرفان نواب ولي محمد خان لغاريءَ کي ملي. نواب ولي محمد خان نوڪريءَ کان ترت پوءِ حيدرآباد ۾ نوابن جي محلي (ٽنڊي ولي محمد) ۾ رهڻ لڳو. پر هڪ ڀيري ميرصاحب کي چيائين تہ هت منهنجي ذڪر ۽ فڪر ۾ حرج ٿئي ٿو. ان ڪري اجازت ملي تہ آءٌ شهر کان ٻاهر گوشي نشين ٿيان. کيس موجوده تاجپور وٽ جاگير ملي. نواب ولي محمد خان ٽنڊي جام مان ٿيندو اولياءُ شيخ سيد الياس عرف جيئي شاهہ جي درگاهہ تي آيو ۽ دعا گهري. اچي تاجپور ۾ هميشہ لاءِ مقيم ٿيو. تاجي ليڪيءَ جو ”چوڙيرو“، عدالتي ڪمرو ۽ کوهہ سندس اوطاق جي حدن ۾ شامل ٿيا. نواب ولي محمد خان 88 ورهين جي عمر ۾ سال 1250هه/ 1834ع ۾ وفات ڪئي. سندس مقبرو شيخ محمد الياس جي مقام ۾ آهي. سنڌ جي ناميارو شاعر فقير نواب ولي محمد خان لغاريءَ جي آخري آرامگاهہ بہ هتي آهي. جتي هر سال ميلو لڳندو آهي. هيءُ ڳوٺ حيدرآباد- ميرپورخاص ريلوي لائين جي وچ تي، ريلوي اسٽيشن پڻ آهي.

**تاجپور**: هن نالي سان تعلقي مٽياريءَ ۾ هڪ ديهہ بہ موجود آهي. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

تاجپور جاگير، بخش علي لغاري، جام سمون، ڪرناٽي سمون، تاجپور، خانپور، نواب ولي محمد خان ۽ حاجي خاصخيلي.

**تاج جويو:** سنڌ جي ناميارو اديب ۽ شاعر تاج جويو جو پورو نالو تاج محمد ولد حاجي جويو آهي. هن 6 سيپٽمبر 1954ع تي تعلقي سڪرنڊ (هاڻي دولتپور) ضلعي نوابشاهہ (هاڻي بينظير آباد) جي هڪ ننڍڙي ڳوٺ 'پير ڪولاچيءَ' ۾ جنم ورتو.



پهرين ڪلاس گورنمينٽ پرائمري اسڪول سن (تعلقي ڪوٽڙي، اڳوڻي ضلعي دادو) مان پاس ڪري، باقي پرائمري تعليم گورنمينٽ پرائمري اسڪول 'پير شاهنواز' (پير ڪولاچيءَ) مان حاصل ڪيائين. ڇهين ڪلاس کان ناٿين ڪلاس تائين ڊي سي (ناز باغ) هاءِ اسڪول قاضي احمد ۾ پڙهيو، جتان مڊل اسٽينڊرڊ جو امتحان موري سينٽر تي ڏنائين ۽ ضلعي ۾ پهريون نمبر حاصل ڪري، اسڪالرشپ کٽيائين. مئٽرڪ جو امتحان وري اباڻي شهر سن (تعلقي ڪوٽڙي) مان 1970ع ۾، ڪوٽڙي سينٽر تان ڏنائين. هن جو ارادو ڊاڪٽر ٿيڻ جو هو پر مالت غريب هئڻ ڪري سندس خرچ پري نہ سگهيا. ۽ هن 1971ع ۾ سڪرنڊ ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج ۾، اسڪالرشپ وارن پڙهن مان ايس وي (سينيئر ورنيڪيولر) جي ٽريننگ حاصل ڪري، فرسٽ پوزيشن حاصل ڪئي. بي اي گورنمينٽ

تاج جويو

سچل سرمست ڪاليج نوابشاهه مان ۽ ايم. اي (سنڌي) خانگي طرح سنڌ يونيورسٽيءَ مان 1978ع ۾ پاس ڪري، فرسٽ ڪلاس فرسٽ پوزيشن ماڻي. سنڌ يونيورسٽيءَ پاران چانسلر ۽ وائيس چانسلر گولڊ ميڊل حاصل ڪيائين. ان کان سواءِ خانگي طرح اديب سنڌي، عالم ۽ فاضل ۾ پڻ فرسٽ ڪلاس فرسٽ پوزيشنون حاصل ڪيائين. 22 آڪٽوبر 1972ع کان پرائمري استاد طور پرائمري اسڪول طيب لاڪي، تعلقي سڪرنڊ ۾ مقرر ٿيو. مختلف اسڪولن (الهه بخش مري، امام بخش مري، مجيد ڪيرٽي ۽ مشائخ مڊل اسڪولن) ۾ پڙهائڻ بعد، ڪجهه عرصو گورنمينٽ اگوٺي ڊي. سي هاءِ اسڪول ۽ هائي ايچ ايم. خواجا هاءِ اسڪول نوابشاهه ۾ جونيئر اسڪول ٽيچر طور پڙهايائين ۽ هڪ سال ايچ ايم خواجه هاءِ اسڪول سوسائٽي نوابشاهه (خانگي) ۾ 16 گريڊ ۾ استاد طور پڻ پڙهايائين ۽ ان اسڪول جي باني استادن مان آهي. تاج جويو 1982ع ۾ پبلڪ اسڪول ميرپورخاص ۾ ليڪچرار مقرر ٿيو ۽ پبلڪ سروس ڪميشن جو امتحان پاس ڪرڻ ڪانپوءِ جنوري 1984ع ۾ گورنمنٽ ڪاليج مٺيءَ ۾ ليڪچرار ٿيو. اتان 1986ع ۾ گورنمينٽ سائنس ڪاليج سڪرنڊ. ان بعد 1988ع کان گورنمينٽ سٽي ڪاليج حيدرآباد، گورنمينٽ ڪاليج ڪوٽڙي ۽ بعد ۾ گورنمينٽ ڪاليج قاسم آباد، حيدرآباد ۾ ليڪچرر ٿي رهيو. 1996ع جي آگسٽ مهيني ۾ اسسٽنٽ پروفيسر طور سندس ترقي ٿي ۽ سيپٽمبر 1997ع کان سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جو سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو. پنج سال سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ ۾ خدمتون سرانجام ڏنائين ۽ ٽن چيئرمئن- حميد سنڌي، ڊاڪٽر غلام علي الانا ۽ ڊاڪٽر قاسم ٻگهيو سان گڏ ڪم ڪيائين. سندس چوڻ آهي: ڪيس ڊاڪٽر غلام علي الانا سان گڏ ٻوليءَ جي خدمت جي ڪم ڪرڻ جو فخر حاصل آهي. ڊاڪٽر محمد قاسم ٻگهيو سان ڇهه مهينا ڪم ڪرڻ بعد واپس گورنمينٽ ڪاليج قاسم آباد ۾ اسسٽنٽ پروفيسر طور درس تدريس ۾ مشغول رهيو ۽ تازو ڊاڪٽر فهميده حسين جي دور ۾ کيس پيو پيرو 10 نومبر 2008ع کان سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جو سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو آهي. عجيب اتفاق آهي ته سندس رُڪيل پروموشن وري به اٿارٽيءَ جي دور ۾ 13 نومبر 2008ع کان ٿيو ۽ هن وقت هو ائسوسيئيٽ پروفيسر آهي ۽ ڊيپوٽيشن تي اٿارٽيءَ جي سيڪريٽري جون BPS-19 ۾ ذميواريون سنڀالي رهيو آهي.

تاج جويي جو نه رڳو سنڌي شاعريءَ ۾، پر سنڌي نثري ادب، تنقيد، لطيفيات ۽ سنڌ جي تاريخ جي ميدان ۾ به ڪافي تخليقي ۽ تحقيقي ڪم ٿيل آهي. سندس شاعريءَ جو پهريون ڪتاب ’سوچون سرها گل‘ (اياز گل سان گڏ) 1978ع ۾ ڇپيو جنهن کي انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ، سال جو شاعريءَ جو بهترين ڪتاب قرار ڏيندي، انعام ڏنو ان کان پوءِ سندس ڇپيل ڪتابن (طبعزاد ۽ ترتيب) جو تفصيل هن ريت آهي:

(1) ’دنيا جون انقلابي عورتون‘ (ترجمو). (2) ’سنڌي گيت‘ (ايم. اي سنڌيءَ جو مونو گراف: 1978ع). (3) ’قومي جوڙي ٿي پوڙ‘ (استاد بخاري: شخصيت ۽ شاعري). (4) ’ٽيڙ مهٽي خيال جا گيا‘ (جديد سنڌي شاعريءَ جو اڀياس-I). (5) ’ٻاٺيون ٻيراگين جون‘ (ڪلاسيڪي شاعريءَ جو اڀياس). (6) ’ڪلسين جي سرهاڻ‘ (جديد سنڌي شاعريءَ جو اڀياس- II). (7) ’جرڪ جرڪ جرڪان‘ (شيخ اياز جي لطيف ڪي پيتا: 1998ع). (8) ’سنڌ جي تاريخ جو مطالعو‘. (9) ’اڃا رڄ مان رڄ اڃي ٿي‘ (اخباري ڪالم). (10) ’مان ورڻ هان مان ورڻو هان‘ (شيخ اياز جي شاعري ۽ شخصيت جو اڀياس). (11) ’آسمان جيڏو ڏرتيءَ جو شاعر‘ (شيخ اياز بابت مضمونن جي ترتيب). (12) ’قليچ بيگ‘ (ترتيب). (13) ’سامي ءَ تي هڪ نئين نظر‘ (ترتيب). (14) ’ڊاڪٽر بلوچ - هڪ مثالي انسان‘ (2 ڀاڱا ترتيب). (15) ’عالمن جو آفتاب- علامه غلام مصطفيٰ قاسمي‘ (ترتيب). (16) آنسان دوست اديب ۽ بيباڪ صحافي- محمد عثمان ڏيپلائي‘ (ترتيب). (17) ’سباجهو ساجهه ونڊ- محمد ابراهيم جويو‘ (ترتيب). (18) ’موحد شاعر- حاجي احمد ملاح‘ (ترتيب). (19) ’ساميءَ ويس سلوڪڙا‘ (شيخ اياز جو ساميءَ کي خراج). (20) ’وڏو ڪهاڻيڪار، وڏو انسان- نسيم کرل‘ (ترتيب). (21) ’آءُ درازا هل‘ (شيخ اياز جو سچل سرمست کي خراج). (22) ’شکل وڻ آءُ صحرا جو‘ (الحسن الهاشميءَ جو ڪلام: ترتيب). (23) ’سنڌي آيا سنڌ ڏسڻ‘ (هند جي اديبن جو تعارف 2008ع). (24) سنڌي ٻوليءَ جو درست استعمال (2009ع). (25) ’ڏل ۽ ڌرتيءَ جا گيت‘ (نياز همايونيءَ جي شاعري: ترتيب-2009ع). (26) استاد بخاري سنڌ جي جوين جو شاعر.

ان کان سواءِ تاج جويي، شاهه عبداللطيف جي مختلف سُرن تي تحقيقي مقالن جا هيٺيان ڪتاب ترتيب ڏنا آهن، جيڪي ثقافت کاتي سنڌ ڇپائي پڌرا ڪيا آهن: (1) ’سُر رپ‘. (2) ’شاهه لطيف: تحرڪ ۽ تحريڪ‘. (3) ’ديسي سيڻ ڪجهن‘. (4) ’سُر سورٺ‘. (5) ’حسينيءَ جي هاڪ‘. (6) ’سُر مومل راڻو‘. ان کان سواءِ تاج جويو سنڌ جي عظيم شاعر شيخ اياز جي سموري شعر ۽ نثر کي ثقافت ۽ سياحت کاتي، سنڌ طرفان 22 جلدن ۾ ترتيب ڏئي رهيو آهي. جنهن ڏس ۾ هن وقت تائين سندس ترتيب ڏنل شيخ اياز جي شاعريءَ جا پنج جلد ڇپجي چڪا آهن. ان کان سواءِ سندس لکيل ۽ ترتيب ڏنل ٻيهارو ڪتاب ڇپائيءَ جا منتظر آهن.

ان علمي ۽ تحقيقي پورهئي کان سواءِ تاج جويي جو اهم ڪم ”سنڌي ادبي سنگت، سنڌ“ جي تنظيم ڪاري آهي. پاڻ اٺ سال (چار پيرا) سنڌي ادبي سنگت سنڌ جو سيڪريٽري جنرل رهيو آهي. تنهن کان سواءِ مختلف سماجي، ثقافتي، تعليمي ۽ ادبي تنظيمن: سنڌ گريجوئيٽس ائسوسيئيشن شاخ سڪرنڊ جو سيڪريٽري (6 سال)، سگا مرڪز جو جوائنٽ سيڪريٽري ۽ مرڪزي ثقافتي سيڪريٽري، پرائمري ٽيچرس ائسوسيئيشن نوابشاهه جو سيڪريٽري ۽ خزانچي، سنڌ پروفيسرس ليڪچررس ائسوسيئيشن جو مرڪزي پريس ۽ ثقافتي سيڪريٽري، سنڌ اشاعت گهر سڪرنڊ جو سيڪريٽري، لوڪ ورثي اسلام آباد ۽ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ جي صلاحڪار بورڊن جو ٽن سالن لاءِ ميمبر، ’شيخ اياز چيئر‘ شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور جي صلاحڪار بورڊ جو ٽي سال ميمبر، آغا خان يونيورسٽي جي سنڌي ٻولي پئنل جو ميمبر، سنڌالاجيءَ جي پبليڪيشن ڪميٽيءَ جو ميمبر (6 سال)، سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ جي نصاب ڪميٽيءَ جو مستقل ميمبر آهي. کيس علمي ادبي خدمتن جي مڃتا طور انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي اوارڊ (بهترين شاعري: ”سوچون سرها گل“)، سنگت اوارڊ 1997ع ۽ 1999ع (تنقيد ۽ تحقيق)، شاهه لطيف آرٽ سرڪل موري ۽ سڪندر آرٽ گئلري، نواب شاهه طرفان اوارڊ، اسٽوڊنٽس زون اوارڊ، (ٺٽي جام يونيورسٽيءَ جي شاگردن پاران ادبي خدمتن تي)، ع. ق. شيخ اوارڊ، ڪاروان ادب سنڌ پاران ٻه ڀيرا اوارڊ (تحقيقي ادب)، سچل سرمست اوارڊ، شاهه لطيف ايڪسيلنس اوارڊ، حمل فقير اوارڊ، شيخ اياز مڃتا شيلڊ، تنوير عباسي اوارڊ، اُستاد بخاري اوارڊ، بيدل اوارڊ، انيس انصاري اوارڊ، اڏيرو لال اوارڊ ۽ ٻيا ڪيئي اوارڊ ملي چڪا آهن. سنڌي ٻولي اٿارٽيءَ

کي فعال ڪرڻ ۾ تاج جويي جي محنتن کي وساري نٿو سگهجي. هن وقت انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جو ايڊيٽر ۽ نگران آهي ۽ اٿارٽيءَ جي اشاعتي، ادبي ۽ تنظيمي ڪم ڪار ۾ اڳيرو آهي.

**تاج حيدر:** ناميارو سياستدان ۽ ليکڪ تاج حيدر، 8 مارچ 1942ع ۾ ڀارت جي موجوده راجستان رياست جي 'ڪوٽا' بستيءَ ۾ پيدا ٿيو.



ناmiاري دانشور پروفيسر سيد ڪرار حسين جو وڏو فرزند آهي. ابتدائي تعليم رنڇوڙ لائين ڪراچيءَ جي سرڪاري بوائز اسڪول مان حاصل ڪيائين ۽ انٽر خيرپورميرس مان ڪيائين. هن 1962ع ۾ بي. ايس. سي ۽ 1964ع ايم. ايس. سيءَ جي ڊگري ڪراچي يونيورسٽيءَ مان حاصل ڪئي. 1980ع ۾ ٻاهرين ڪاروبار جي ڄاڻ (Export marketing) جو هڪ ڪورس مڪمل ڪيائين. اردو ادب، ڊراما نويسيءَ، فنون لطيفه ۽ علم سان وڏو لڳاءُ اٿس. سندس ڪيترا سياسي ۽ ادبي مضمون اڪثر اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيندا رهندا آهن. تاج حيدر پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جي باني ميمبرن مان آهي. شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي فڪر جو حامي رهيو آهي. غريبن، مظلومن ۽ پٺتي پيل طبقن جي هر موقعي تي ڀلائيءَ ۽ ترقيءَ لاءِ ڪوشش ڪندو رهيو آهي. 1978ع کان 1985ع تائين پاڪستان ٽيليويزن لاءِ ڪيترا ڊراما لکيائين. جن مان سندس نقطہ نظر جو اظهار ٿئي ٿو. هن پاليسي رٿابنديءَ، هيٺ پاڻي ۽ بجلي، تعليم ۽ پاڪستان جي ڪجهه وڏن منصوبن جي حڪمت عملي تيار ڪرڻ ۾ خاص ڪردار ادا ڪيو آهي. جن مان ڪي هي آهن: سنڌ ڪوسٽل ڊيولپمينٽ پروجيڪٽ، هيري مڪنٽيڪل ڪامپليڪس منجهر ونڊ، لال شهباز ايئرپورٽ سيوهڻ، حب ڊئم، ٺرڙ ڪوئلي جون کاڻيون ۽ صحت، تعليم ۽ سماجي شعبن جا منصوبا وغيره. هن دنيا جي ڪيترن ملڪن جو سفر ڪيو آهي. جولاءِ 1995ع ۾ ڪمال اظفر کي سنڌ جو گورنر مقرر ڪرڻ کان پوءِ تاج حيدر کي سينيٽ جي سيٽ تي پيپلزپارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي چونڊيو ويو هو. هن وقت سينيٽ جي صنعتي پيداوار، سائنس ۽ ٽيڪنالاجي جي تحقيق جي اسٽينڊنگ ڪميٽيءَ جو ميمبر آهي. هن وقت ڪراچيءَ ۾ رهائش پذير آهي.

**تاجدار عادل:** شاعر، ڪهاڻيڪار، ڊراما نويس ۽ پاڪستان ٽيليويزن جو سينئر پروڊيوسر تاجدار عادل، 17 جولاءِ 1955ع تي حيدرآباد سنڌ جي مشهور ادبي گهراڻي ۾ ڄائو. اردوءَ جو مشهور شاعر صبا اڪبر آبادي،



سندس ڏاڏو ۽ مشهور ڪهاڻيڪار سلطان جميل نسيم سندس وڏو ڀاءُ هو. تاجدار عادل ڪراچي يونيورسٽيءَ مان معاشيات ۾ ايم. اي. ۽ نشر و اشاعت ۾ بي. اي جون ڊگريون حاصل ڪيون. تعليم مڪمل ڪرڻ کان پوءِ عملي زندگيءَ جي شروعات پاڪستان ٽيليويزن، لاهور سينٽر تان 1975ع ۾ ڪيائين. 1975ع ۾ ڪراچيءَ تان ۽ 1978ع ۾ اسلام آباد تان هڪ پروڊيوسر جي حيثيت ۾ هن ڪافي پروگرام ڪيا. سندس مشهور پروگرامن ۾ "منزل"، "قائداعظم ڪوئز"،

"آدابِ خود آگهي"، ۽ سنڌيءَ پروگرام "روشن تارا"، "مهراڻ رنگ" ۽ "ٿاڪ رنگ" شامل آهن. تاجدار عادل پاڪستان ٽيليويزن لاءِ مشهور اديبن کان براهِ راست انٽرويو پڻ ورتا. جن ۾ 'جوش مليح آبادي'، 'فيض احمد فيض'، 'احمد نديم قاسمي'، 'حفيظ جالنڌري' ۽ 'شيخ اياز' شامل آهن. طارق عزيز جو مشهور پروگرام "نيلام گهر" ٻارهن سالن تائين پيش ڪندو رهيو. "جيوي پاڪستان" جي نالي سان پي. ٽي. ويءَ جي هر سينٽر تان هڪ پروگرام پيش ڪيائين. ڪراچي سينٽر تان سندس "چاره گر" ۽ "معاف ڪيجئي گا"، پروگرامن جو ميزبان معين اختر رهيو آهي. اهڙيءَ طرح مهتاب اڪبر راشديءَ سان روشن تارا، خوش بخت شجاعت سان "اپني بات"، لئيق احمد سان "منزل" ۽ راحت ڪاظميءَ سان "پاڪستاني ادب سال به سال" پيش ڪيائين. سندس شعرن جو مجموعو "مات هوني تڪ" ۽ ڪهاڻين جو مجموعو "اپني گلي مين اجنبي" شايع ٿي چڪا آهن.

**تاج صحرائي:** سنڌ جي ٻرڪ اديب، شاعر، قديم آثارن جو عالم ۽ محقق. تاج صحرائيءَ جو اصل نالو تاج محمد ولد نورمحمد ميمڻ هو. هن



11 سيپٽمبر 1921ع تي شڪارپور ۾ جنم ورتو. پرائمري ۽ سيڪنڊري تعليم لاڙڪاڻي ۽ دادو ضلعن جي مختلف اسڪولن مان حاصل ڪيائين. ان دوران هو ٻه ڀيرا هندستان به گهمي آيو.

هن مئٽرڪ 1942ع ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول شڪارپور مان پاس ڪئي. ان کانپوءِ ويدڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ڪراچي آيو. بي. اي ۽ بي. ٽي جا امتحان پاس ڪيائين.

تاج صحرائي، ننڍي هوندي کان وٺي ذهين ۽ ڪتابن ڏانهن خاص لاڙو رکندڙ هو. 1945ع ۾ والد جي وفات کانپوءِ عملي زندگيءَ ۾ هڪ استاد طور پير پاتائين. 1948ع کان دادوءَ ۾ استاد ٿي آيو.

تاج صحرائي 1952ع ۾ دادوءَ ۾ طالب المولىٰ هاءِ اسڪول قائم ڪري، ان جو باني هيڊماسٽر بڻيو. هن 1968ع ۾ علامه آءِ. آءِ. قاضي پبلڪ لائبريري دادو شهر ۾ قائم ڪئي. تاج صاحب 1981ع ۾ رٽائر ٿيو. ان دوران ۾ مارچ 1971ع کان جون 1972ع تائين سنڌ ميوزم حيدرآباد جو پهريون اسسٽنٽ ڊائريڪٽر مقرر ٿيو. مارچ 1975ع ۾ ڪراچيءَ ۾ ٿيل "سنڌ صدين کان" سيمينار ۾ سرگرم حصو ورتائين. 1977ع ۾ ٽريوليءَ ۾ دنيا جي اُستادن جي ميڙ ۾ پاڪستان سرڪار جي واحد نمائندي طور شريڪ ٿيو. هن جي ڪوششن سان ئي سنڌ جي مختلف ضلعن اندر "هسٽاريڪل سوسائٽيون" ٺهيون. 1981ع ۾ "رني ڪوٽ" سيمينار جو آرگنائيزر مقرر ٿي رني ڪوٽ تي هڪ زبردست سيمينار ڪرايائين. 1964ع کان وٺي زندگيءَ جي آخري پساهن تائين قلندر لعل شهباز ميلي ڪميٽيءَ جو سيڪريٽري رهيو. زندگيءَ جي آخري سال کيس "شهباز اوارڊ" پڻ مليو.

تاج صحرائي هڪ عالم، آرڪيالاجي ۽ انٿراپالاجيءَ جي ماهر هئڻ سان گڏوگڏ قومي درد رکندڙ انسان هو.

هن 1940ع کان سياسي ۽ سماجي سرگرمين ۾ حصو ورتو. 1942ع ۾ بنگال ۾ ڏڪار واري وقت ۾ شاگردن جو جٿو وٺي اتي وڃي ڏڪار جي ستيلن جي مالي ۽ عملي مدد ڪيائين.

هن آزاديءَ واري تحريڪ ۾ به حصو ورتو ۽ 10 آگسٽ کان 26 ڊسمبر 1947ع تائين برصغير جي آزادي ۽ پاڪستان جي قيام واري ڏينهن دهلي جيل ۾ نظربند رهيو. سنڌ ۾ ڪابي ترجو سجاڳ ليکڪ ۽ ڪارڪن سمجهيو ويندو هو.

تاج صحرائي سنڌ جي قديم تهذيب تي "سنڌو تهذيب" نالي سان هڪ شاهڪار ڪتاب (1989ع) لکيو ان کان سواءِ سندس ڪيترا مقالا ۽ ڪتاب ڇپيل آهن. جن ۾ : (1) "سُر سارنگ" (مقالو). (2) "پڙي لوڪ" (مقالو/ ليڪچر: 1996ع). (3) "دادو ضلعو- جاگرافيءَ ۽ تاريخ جي آئيني ۾". (4) "ڪيرٿر جبل". (5) "گورک جوٽي" (مقالو/ ليڪچر: 1997ع). (6) ڪتاب "Lake Manchar" (1997ع) ۽ (7) "تيشين تند اکوڙ" (شاهه لطيف بابت مضمونن جو ڪتاب: 2001ع) قابلِ ذڪر آهن.

کيس پاڪستان سرڪار طرفان "تمغهءِ حسن ڪارڪردگي" ۽ ٻيا اعزاز به مليا. تاج صحرائيءَ جي رهائش دادو شهر جي جڳت آباد پاڙي ۾ هئي. هن 28 آڪٽوبر 2002ع تي وفات ڪئي ۽ سندس آخري آرامگاهه دادو شهر ۾ آهي.

**تاجڪستان** (Tajikistan) هن ملڪ جو سرڪاري نالو جمهوريه تاجڪستان (Republic of Tajikistan) آهي. تاجڪستان جي لفظي معنيٰ آهي "تاجڪ ماڻهن جو وطن" هي ملڪ وچ ايشيا ۾ آهي. تاجڪستان زميني ۽ جابلو ملڪ. پامير جبلن ۾ گهيريل آهي هن جو 93 سيڪڙو علائقو سرسبز ۽ شاداب ٽڪرين تي ٻڌل آهي. وچ ايشيا جي سڀ کان وڏي جابلو چوٽي هتي آهي. هي وچ ايشيا جو ننڍي ۾ ننڍو ملڪ آهي. ملڪ جي پکيڙ 143100 چورس




ڪلوميٽر (55200 چورس ميل) ۽ آبادي 61 لک 94 هزار آهي. هن جي گاديءَ جو هنڌ دُشنبي (Dushambe) آهي ۽ سڀ کان مٿاهون هنڌ ڪميونزما جي چوٽي (بلندي: 7495 ميٽر) آهي. هن ملڪ جي سرڪاري ٻولي تاجڪ (روسي) آهي. هتي سردين ۾ سخت سردي ۽ گرميءَ ۾ سخت گرمي پوي ٿي. برساتون گهٽ پونديون آهن. هتان جي مکيه زرعي پيداوار ڪپهه. ڪڻڪ. ٻاجهون. پٽاٽا. جَو. ميوا. گدرو. هندائو ۽ خشڪ ميوو آهي ۽ مکيه صنعتن ۾ ريشمي ۽ سوٽي ڪپڙا. پاڻ. بوٽ. واڻ. قالين. هائيڊرو. اليڪٽرڪ پاور. مڪينيڪل انجنيئرنگ ۽ زرعي مشينري آهي. تاجڪستان جي آزاديءَ جو ڏهاڙو 9 سيپٽمبر 1991ع آهي ۽ هن ملڪ جي گڏيل قومن جي اداري (UNO) ۾ ميمبرشپ 2 مارچ 1992ع کان آهي.

**تاجل بيوس**: سنڌي ٻوليءَ جي ناميارو شاعر، اديب ۽ نقاد. تاجل بيوس جو اصل نالو تاج محمد ولد محمد جعفر سمو هو جي 22 سيپٽمبر 1938ع تي ڳوٺ درگاهه پير حيات شاهه، تعلقي سوڀي ديري، ضلعي خيرپورميرس ۾ ڄائو. شروعاتي تعليم نوروپور ۽ پونيت پور اسڪولن مان حاصل ڪيائين. جڏهن ته ثانوي تعليم گنبٽ هاءِ اسڪول مان ۽ گريجوئيشن سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري مان ڪيائين. بعد ۾، ايم. اي (اقتصاديات)، سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪري ڪان پوءِ جپان، ٿائيلنڊ ۽ آمريڪا مان مختلف ڪورس ڪري آيو.



تاجل بيوس 1960ع ۾ انگريزي استاد طور ملازمت جي شروعات ڪئي، بعد ۾ سنڌ حڪومت جي ڪيترن ئي ادارن/ڪمپنين ۾ انويسٽيگيشن ريسرچ آفيسر، اسسٽنٽ چيف، ڊپٽي چيف، چيف ۽ رجسٽرار جي عهدن تي خدمتون سرانجام ڏنائين. مرڪزي حڪومت ۾ ايڊيشنل سيڪريٽري رهيو. ڪارپوريٽ لا اٿارٽيءَ ۾ رجسٽرار آف ڪمپنيز جي عهدي تان رٽائر ڪيائين. ان بعد شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور ۾ ڪجهه عرصي لاءِ وائيس چانسلر جو صلاحڪار پڻ رهيو. تاجل بيوس ڪجهه عرصو سنڌي لئنگئيج اٿارٽي جي بورڊ آف گورنرس جو ميمبر به رهي چڪو آهي.

تاجل بيوس شاعريءَ سان گڏوگڏ ڪهاڻيون، ڪالم ۽ مضمون به لکيا. سندس هفتيوار ڪالم "عوامي آواز" سميت مختلف سنڌي اخبارن ۾ ڇپجندا رهيا. شاعري (سنڌي/ اردو). سفرناما. آتم ڪٿا ۽ مختلف موضوعن تي سندس 44 ڪتاب لکيل آهن. جن مان ڪجهه اهم ڇپيل ڪتابن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا:

(1) "جڏهن پوندا ڀَڙي" (شاعري: 1982ع).
(2) "آئين جهليو ٻُور" (شاعري: 1983ع).
(3) "سرچيندڙ سائيهه جا" (شاعري:1985ع).
(4) "سنڌ منهنجي امان" (شاعري:1989ع).
(5) "ڪاڳي مٿان ڪرڻ" (نثري نظم:1990).
(6) "ڪنڌيءَ ڪنئور ترن" (شاعري:1991ع).
(7) "ڏور به اوڏا سڀرين" (ڀارت جو سفرنامو:1992ع).
(8) "ڪنڌيءَ اڪ ڦلاريا" (شاعري: 1992ع).
(9) "ڏوريان ڏوريان مَ لهان" (9 شعري مجموعا گڏ).
(10) تنهنجا نيڻ غزل (هڪ سئو غزل:1996ع).
(11) "آريجن کان الهاس نگر" (هند- سنڌ جي اديبن جا خط).
(12) "جپ انجيل جي حاشين جهڙا" (هڪ سئو غزل: 2003ع).
(13) "تاجل جو رسالو" (شاعري 2006ع).
(14) "انداز بيان اور" (اردو شاعري).
(15) "گلابون ڪي موسم" (اردو شاعري).

تاجل بيوس جي مشهور ڪلام "سنڌ منهنجي امان، شونهن تنهنجي مٿان، جا لکي، جا لِکان" سنڌ توڙي هند ۾ وڏي مقبوليت حاصل ڪئي. هند ۾ ان کي ڊاڪٽر موتي پرڪاش جي ترانو "آنڌيءَ ۾ جوت جلائڻ وارا سنڌي" وانگر اهميت حاصل آهي. تاجل بيوس کي هند ۽ سنڌ ۾ ڪيترا مڃتا اوارڊ مليا. سنڌ

جي هن ناميارِي شاعر، دماغي نس ڦاٽڻ (برين هيمريج) سبب 13 ڊسمبر 2008ع تي وفات ڪئي. سندس آخري آرامگاهه چوکنڊي قبرستان، ڪراچيءَ ۾ آهي.

**تاجل بيوس جو رسالو** (ڪتاب): هي ڪتاب ناميارِي شاعر تاجل بيوس جي شاعريءَ جو رسالو آهي، جنهن ۾ هن ڪُل 26 سُرَن تي بيت ۽ وايون لکيون آهن. سنڌ جي عظيم شاعر شيخ اياز تاجل بيوس بابت لکيو آهي ته ”تاجل بيوس خاص ڪري بيت ۽ وائيءَ جو شاعر آهي. سندس همعصر توڙي پوءِ جي ڪنهن به شاعر تاجل جهڙو بيت ۽ وائي نه لکي آهي، دراصل، تاجل مصور شاعر آهي.“




تاجل جو رسالو، سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچيءَ سال 2006ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، پڪي جلد ۽ ڊسٽ ڪور سان گڏ 712 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 300 روپيا آهي.

**تاج محل**: تاج محل هندستان جي مغل شهنشاهه شاهجهان پنهنجي محبوب، راڻي ارجمند بانوءَ (ممتاز محل) جي ياد ۾ تعمير ڪرايو هو، جيڪو دنيا جو حسين ترين مقبرو آهي. هي مقبرو جمنا نديءَ جي ڪناري تي آگري شهر ۾ موجود آهي ۽ پنهنجي حسن ۽ ڪمال ۾ اڄ سوڌو يڪتا آهي ۽ دنيا جي وڏن اٺن عجوبن ۾ ڳڻيو وڃي ٿو.



تاج محل سچو سفيد سنگ مرمر جو ٺهيل آهي، ان ڪري چوڏهينءَ جي چنڊ جي چانڊوڪيءَ ۾ ان جو تجلو ۽ جرڪو عجيب نوراني ڪيفيت پيدا ڪريو ڇڏي. تاج محل صبح جي ڪوهيڙي ۾ جمنا نديءَ جي مخالف ڪناري وٽان فضا ۾ ترندو محسوس ٿيندو آهي.

تاج محل جي تعمير 1632ع کان شروع ٿي، اڏاوتي ڪم ۾ 20 هزار، ڪاريگر، مزدورن ۽ چٽساليءَ جي ماهرن لڳاتار 21 سال پورهيو ڪيو. هي محل ان وقت جي ٽن ڪروڙن ويهن لکن رپين جي خرچ سان 1653ع ۾ جڙي راس ٿيو. تاج محل جي تعمير جي دستاويزن مان معلوم ٿئي ٿو ته هن ڪم جو اڳواڻ وقت جي اسلامي عمارتسازيءَ جو ماهر ڪاريگر استاد عيسيٰ هو، جيڪو ايران کان خصوصي طور گهرايو ويو هو. تاج محل جي گنبذ کي اسماعيل آفنديءَ ڊزائين ڪيو هو ان کان سواءِ به دنيا جي مختلف ملڪن مان ڪيترا اعليٰ ڪاريگر گهرايا ويا هئا، جيڪي استاد عيسيٰ جي نگرانيءَ ۾ هن مقبري جي ڪم ۾ شامل هئا. انهن ۾ بنارس جو رهاڪو پُرو ۽ لاهور جو ڪاظم خان به شامل هئا. ڪاظم خان ڪلسي تي سون جو ڪم ڪيو. دهلي جي چيران لال چٽساليءَ جو ڪم ڪيو. ايران جي مشهور شهر شيراز مان آيل امانت عليءَ، محل ۾ ڪيليگرافيءَ جو ڪم ڪيو. محمد حنيف رازن جي نگراني ڪندو هو جڏهن ته شيراز مان مير عبدالڪريم، معمار خان ۽ ڪرامت خان جهڙن قابل معمارن ۽ مير منشين هن ڪم جي نگراني ڪئي.

تاج محل عظيم تعميراتي منصوبي جي ڍنگ تي تعمير ٿيل آهي، جنهن جي پويان جمنا ندي وهندي رهي ٿي. تاج محل واري باغ ۾ چار وڏا تلاءَ ٺهيل آهن. جن مان هڪ تلاءَ ۾ وڏيڪ چار تلاءَ ٺهيل آهن ۽ انهن ننڍن تلائن مان به هر هڪ ۾ اڃا به ٻيا چار تلاءَ ٺهيل آهن. جيڪي عربي طرز تعمير موجب ٺهيل آهن. هن مقبري ۾ اڇي ماربل جي پٿر جو تمام گهڻو استعمال ٿيل آهي. هن چورس مقبري جي آڏو ايوان آهي. ايوان جي دروازي تي گنبذ آهي، جنهن جي مٿان ڪلسو ٺهيل آهي. جيڪو مغل عمارتسازيءَ جو خاص عنصر مڃيو وڃي ٿو. جيڪو اصل ۾ ايراني ۽ تيموري عمارتسازيءَ جو خاص نشان آهي. هي چورس عمارت هر پاسي 55 ميٽر (495 فوٽ) آهي. عمارت جي مکيه چوڪور ڪمري کي ’ڪنبذ جوڙون‘ ڏئي، اٺ ڪنڊو ڪري مٿان ڳچ (Drum) ٺاهي، ان جي مٿان گنبذ اڏيو ويو آهي، جيڪو 35 ميٽر اوچو آهي. عمارت جو ڳچ (Drum) 7 ميٽر اوچو رکيو ويو آهي.

هي مقبرو اصل ۾ هڪ شاهي منصوبي جو فقط هڪ حصو آهي، جن ۾ شاهي دروازو، عاليشان باغ، ڪابي طرف ٺهيل مسجد، ساڄي طرف مهمان سراءِ ۽ ٻيون ڪيترين ئي شاندار عمارتون شامل آهن.

شاهجهان، راڻي ممتاز سان سن 1612ع ۾ شادي ڪئي هئي. ان وقت راڻيءَ جي عمر ويهه سال هئي. هيءَ سندس ٻي زال هئڻ سان گڏ حقيقي رفيق حيات، محبوبا ۽ سياسي توڙي سماجي صلاحڪار به هئي. شاهجهان، راڻيءَ کي عام رعايا سان رحم، انصاف ۽ مسڪينن جي مدد لاءِ مقرر ڪيو هو. ممتاز محل مان بادشاهه کي چوڏهن ٻار ٿيا. ممتاز محل برهانپور جي فسادن جي روڪٿام واري جنگي مهم دوران پڻ بادشاهه سان گڏ هئي، جتي هن 1632ع ۾ وفات ڪئي. کيس امانت طور برهانپور ۾ دفن ڪيو ويو، بعد ۾ شاهجهان بادشاهه سندس لاش آگري ۾ آڻي، راجا جئه سنگهه کان زمين خريد ڪري راڻيءَ کي ٻيهر امانت طور دفنايو. انهيءَ زماني ۾ تاج محل جي اڏاوت شروع ٿي، جيڪا ٻاويهن سالن تائين جاري رهي. راڻيءَ، وفات کان اڳ بادشاهه کان چئن ڳالهين جو وچن ورتو هو: (1) بادشاهه راڻيءَ جي قبر تي مقبرو جوڙائيندو، (2) بادشاهه ٻي به هڪ شادي ڪندو، (3) بادشاهه پنهنجي اولاد تي مهربان رهندو ۽ (4) بادشاهه راڻيءَ جي وفات کانپوءِ سندس مقبري تي ايندو رهندو.

دستاويزن مان معلوم ٿئي ٿو ته شاهجهان انهن مان ٻه وچن پاڙيا، يعني (1) مقبرو جوڙايائين ۽ (2) ممتاز محل جي وفات کان پوءِ ٻي شادي ڪيائين.

راڻيءَ سان حقيقي پيار کي دائمي طور برقرار رکڻ لاءِ بادشاهه تاج محل کي واقعي دائمي پيار جي سچيءَ علامت طور تعمير ڪرائڻ ۾ ذري برابر به ڪسر نه ڇڏي. اهوئي سبب آهي، جو تاج محل اڃا تائين دنيا جي محلاتن جو تاج ليکيو وڃي ٿو.

جڏهن تاج محل جي دروازي اندر داخل ٿبو آهي ته ماڻهوءَ جي پهرين نظر هڪ اهڙي محراب تي وڃي پوندي آهي، جنهن ۾ مقبري جي رنگن جي تبديلي نظر ايندي آهي. رنگن جي قدرتي طرح وقت بوقت تبديل ٿيڻ جو راز درياهه جي ڪناري تي سفيد مرمرين تعمير ۾ لڪل آهي. چنڊ جي روشني پوڻ سان مقبري جو ذرو ذرو هيرن وانگر چمڪڻ لڳندو آهي. شاهجهان جي قبر، ممتاز بيگم جي قبر سان گڏ آهي ۽ اها قبر ممتاز جي قبر کان ڪجهه وڏي آهي. ٻنهي تي سڃاڻپ لاءِ ڪتبا لڳل آهن.

آگرو شهر سورهين ۽ سترهين صديءَ جي اڌ تائين مغل سلطنت جي راڄڌاني ٿي رهيو هو ۽ اهو هن وقت دهليءَ کان ايڪسپريس ريل گاڏيءَ وسيلي ڏيڍ ڪلاڪ جي پنڌ تي آهي. سڄي دنيا مان ايندڙ سياح رڳو آگري جي قلعي کي ئي ڏسڻ لاءِ نه ايندا آهن، پر اهي گهڻو ڪري تاج محل ڏسڻ ايندا آهن. تاج محل سياحن لاءِ روزانو صبح 6 کان شام 7 بجي تائين کليل رهندو آهي، جڏهن ته جمعي ڏينهن منجهند 12 کان 2 بجي تائين نماز لاءِ بند ڪيو ويندو آهي. تاج محل ۾ ڪنهن به اڻ وڻندڙ واقعي کي روڪڻ لاءِ سياحن کي فقط پنج شيون کڻي وڃڻ جي اجازت آهي. (1) پاڻيءَ جي بوتل، (2). ننڍڙي ويڊيو/ ڪئميرا، (3). فوٽو گرافيءَ لاءِ ڊجيٽل ڪئميرا، (4). موبائيل فون ۽ (5). عورتن جو ننڍو پرس.

مغلن جي هن عظيم يادگار، ممتاز محل ۽ شاهجهان جي محبت جي نشانيءَ ۽ مغل عمارتسازي جي بهترين نموني کي "يونيسڪو" 1983ع کان ورلڊ هيريٽيج (دنيا جو ثقافتي ورثو) قرار ڏئي سنڀالي رهي آهي. هي ثقافتي ورثو هندستان، ايران ۽ اسلامي دنيا جي عمارتسازيءَ جو گڏيل ورثو آهي.

**تاج محمد شيخ**: ليکڪ ۽ شاعر تاج محمد شيخ 1 اپريل 1963ع تي جيڪب آباد شهر جي غريب آباد پاڙي ۾ غلام سرور شيخ جي گهر ۾ پيدا ٿيو. پرائمريءَ کان ميٽرڪ تائين جيڪب آباد ۾ پڙهيو ۽ انٽر گورنمينٽ سٽي ڪاليج حيدرآباد ۾ پڙهيو. بي. اي شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور مان 1992ع ۾ ڪيائين ۽ ايم. اي به اتان ئي سنڌي ادب ۾ (فرسٽ ڪلاس) 1996ع ۾ ڪيائين ۽ پي. ٽي. سي گورنمينٽ ايليمينٽري ڪاليج آف ايجيوڪيشن ڪنڌڪوٽ مان 1995ع ۾ ڪئي. بي. ايڊ علامه اقبال اوپن يونيورسٽي اسلام آباد مان 1994ع ۽ ايم. ايڊ فرسٽ ڪلاس ۾ شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور مان 2003ع ۾ ڪئي. هي 1989ع کان تعليم کاتي سان وابسته آهي. هاءِ اسڪول جي زماني ۾ فوٽ بال جو رانديگر هو ۽ پنهنجي اسڪول جي ٽيم جو ڪپتان پڻ رهي چڪو آهي. هن جو ننڍپڻ کان ئي ادب سان لڳاءُ هو، غزل، نظم ۽ هائيڪي تي طبع



آزمائي ڪئي اٿس. سندس شاعري، ڪهاڻيون ۽ تحقيقي مضمون مختلف ادبي رسالن ۾ شايع ٿيندا رهندا آهن. هي شيخ ويلفيئر ايسوسيئيشن جيڪب آباد جو 1991ع ۾ جنرل سيڪريٽري چونڊيو ويو. ٻاراڻي ادب تي لکيل سندس ٻن ڪهاڻين 'اميد' ۽ 'سرويچ سپاهي' کي دعوه اڪيڊمي، بين الاقوامي يونيورسٽي اسلام آباد طرفان بهترين ڪهاڻين جو انعام مليو. ڊائريڪٽر آف ايجوڪيشن لاڙڪاڻي پاران کيس 2000ع ۾ بهترين استاد جو سرٽيفڪيٽ ۽ ميڊل مليو ان کان سواءِ 1994ع ۾ کيس نوجوان شاگرد تحريڪ جيڪب آباد پاران سرٽيفڪيٽ ڏنو ويو. سندس ڇپيل ڪتابن ۾ "شاهه لطيف جو علامتي شعور" (تحقيقي مقالا:2007ع)، "قرآني معلومات" (2008ع) شامل آهن. جڏهن ته "حويليءَ جو در" ڪهاڻين جو مجموعو اڻ ڇپيل صورت ۾ موجود آهي.

**تاج محمود امروٽي**: ناميارو ديني عالم مولانا تاج محمود امروٽي ولد سيد عبدالقادر عرف پورل شاهه، خيرپورميرس ضلعي جي ڀرياليءَ شهر لڳ، هڪ ننڍڙي ڳوٺ "ديواني" ۾ 28 ذوالقعد 1260هه مطابق 22 مارچ 1841ع ۾ ڄائو هو. ابتدائي تعليم پنهنجي والد مولانا سيد عبدالقادر وٽان حاصل ڪئي. عربي تعليم مولانا عبدالقادر پنهواريءَ (تعلقي روهڙيءَ) کان ورتائين. جوانيءَ ۾ حافظ محمد صديق جي خدمت ۾ ڀرچونڊي شريف پهتو ۽ کانئس بيعت ورتائين. سندس ئي هدايت تي اباڻي ڳوٺ "ديوانيءَ" کي ڇڏي، ڳڙهي ياسين (ضلعي شڪارپور) جي ڳوٺ "امروٽ" ۾ سڪونت اختيار ڪيائين. هن بزرگ امروٽ ۾ اچي اتي موجود بدعتون ختم ڪرايون. مولانا امروٽي، وڏو متوڪل ۽ فنا في الله بزرگ هو. ڪڏهن ڪڏهن ته ٻه وقت فاقا به ڪندو هو. سندس خانقاهه "صفه" جو نمونو ۽ روحاني فيض جي ڳولائن لاءِ تمام اهم دارالعلوم هئي.



مولانا تاج محمود جي شادي سندس چاچي سيد مهر علي شاهه جي نياڻيءَ سان ٿي، کيس "حسن شاهه" نالي پٽ به ڄائو، جيڪو ٻارهن ورهين جي ڄمار ۾ وفات ڪري ويو. ٻه شاديون ٻيون به ڪيائين، پر انهن مان به کيس اولاد نه ٿيو. مولانا صاحب کي پنهنجي پٽ "حسن شاهه" سان پيار هو، جنهن سبب پنهنجو تخلص "حسن" اختيار ڪيائين. سڄي زندگي اسلامي تبليغ ۽ عوامي فلاح جي ڪمن ۾ حصو ورتائين. مولانا صاحب ديني درس تدريس سان گڏ سياسي ميدان ۾ به خدمتون سرانجام ڏنيون. خاص طرح "خلافت تحريڪ"، "هجرت تحريڪ"، "ترڪِ موالات تحريڪ" ۽ "ريشمي رومال تحريڪ" ۾ حصو ورتائين. پاڻ امروٽ ۾ دارالعلوم قائم

ڪيائين. جنهن ۾ مولانا عبيدالله سنڌي پڻ ستن سالن تائين درس ڏنو. هن مدرسي مان مولانا حماد الله هاليجوي ۽ مولانا احمد علي لاهوريءَ جهڙا عالم پيدا ٿيا. شيخ الهند مولانا محمود الحسن پڻ امروٽ شريف ايندو رهندو هو. مولانا تاج محمود، امروٽ ۾ ديني ادب جي اشاعت لاءِ هڪ پرنٽنگ پريس "محمود المطالع" قائم ڪري، ماهوار سنڌي رسالو "هدايت الاخوان" شايع ڪيو. مولانا امروٽي انگريزن جو سخت مخالف هو ۽ ڪنهن به انگريز جو منهن ڏسڻ پسند نه ڪندو هو.

مولانا امروٽي سنڌي ٻوليءَ جو قادرالڪلام شاعر به هو. سنڌي ٻوليءَ ۾ قرآن مجيد جو ترجمو ۽ تفسير سندس اهم ۽ يادگار تصنيف آهي. سنڌيءَ ۾ سندس منظوم رسالو "پريت ناما" ۽ سورة ياسين جو منظوم ترجمو پڻ گهڻا مقبول آهن. سندس موهيندڙ شخصيت ۽ حسن اخلاق، هندو توڙي مسلمان، ننڍي توڙي وڏي، ٻار توڙي ٻڍي، هر فرد کي پاڻ ڏانهن ڇڪيو ۽ ڪيترن غير مسلمانن کي اسلام جي دائري ۾ آندو. جمعي جي نماز لاءِ شهر جي جامع مسجد ڏانهن ويندي، گهٽين ۾ هندو مرد، عورتون ۽ ٻار، دعا يا پاڻي پڙهائڻ لاءِ ٿانوَ کنيو سندن انتظار ۾ بيٺا هوندا هئا. ان وقت سنڌ ۾ "شڌي" پرچار به زور شور سان جاري هو ۽ ڪن متعصب هندن، مولانا امروٽيءَ خلاف شور مچايو ۽ مٿس ڪيس به ڪيا، جيڪي سالن جا سال هلندا رهيا. 1922ع ۾ انگريز سرڪار، بئراج جي واهن جي کوٽائي شروع ڪئي، تڏهن ڪيس اطلاع مليو ته واهن کوٽڻ جي رٿ مڪمل ٿي رهي آهي. جنهن ۾ ڪي مسجدون به شهيد ٿينديون. اها خبر ٻڌڻ وقت، علالت جي بستري تي هوندي به هڪدم اٿي ويهي رهيو ۽ بلند آواز سان فرمايائين ته "آهن ڪي مرد مجاهد، جي الله جي گهرن کي تباهيءَ کان بچائين. جن الله جي گهرن جي حفاظت ڪئي، انهن لاءِ آخرت ۾ گهر ٺهندو." ڪانئس بيماري وسري وئي ۽ جماعتين کي گهرائي، مسجدن جي تحفظ لاءِ پيغام موڪليائين. هن ڪوشش پنيان هڪ پاسي شعائرالله (قديم آثار/ خدا جا نشان) کي بچائڻ ۽ انگريز سامراج سان ٽڪر کائڻ ۽ ملڪ کي آزاد ڪرائڻ مقصود هو. هن مقصد ۾ مولانا امروٽيءَ کي آخر فتح حاصل ٿي ۽ ڪيتريون مسجدون بئراج جي زد کان بچايون ويون. مولانا امروٽيءَ کي سلوڪ جي چئني طريقن- قادري، نقشبندي، چشتي ۽ سهروَرديءَ جي فيض جي تلقين مليل هئي، پر قادري سلسلي تي خاص عبور حاصل هو ۽ اڪثر تلقين به قادري طريقي جي ڪندو هو. چون ٿا ته انگريزن مولانا تاج محمد امروٽيءَ کي ڳجهيءَ طرح زهر ڏياريو هو. جنهن جي اثر کان ڪمزور ٿي، پاڻ 5 نومبر 1929ع تي وفات ڪيائين.

**تاج محمد رضائي:** مولانا تاج محمد ولد مير خان ڪوڪر، ڳوٺ آريجا تعلقي ڏوڪري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ڄائو. هن پنهنجي تعليم نامياري عالم مولانا غلام عمر جتوئيءَ وٽ مدرسي دارالفيض، سوني جتوئيءَ ۾ حاصل ڪئي. هي طالب علميءَ واري زماني ۾ ڏاڍو ذهين، طبع جو نهٺو ۽ اڪيلائي پسند هو. اڪثر وڻ جي ڇانو هيٺ ڪتابن ۾ منهن وجهي، سجو ڏينهن پيو مطالعو ڪندو هو ان ڪري سندس استاد چوندو هو ته "اسان جو ڪم هي شاگرد ڪندو: يعني مدرسو قائم ڪندو ۽ اسان جو نالو روشن ڪندو." مولانا تاج محمد، عالم دين هجڻ سان گڏ هڪ سٺو شاعر به هو. هو شاعريءَ ۾ "رضائي" تخلص ڪم آڻيندو هو: مولانا تاج محمد رضائي عربي، فارسي ۽ سنڌي زبان جو شاعر هو. ڪيس شاعريءَ سان ايڏو شوق هو جو پاڻ جڏهن مڪي شريف ۾ حج ادا ڪرڻ لاءِ ويو تڏهن حجاز پاڪ مان پنهنجن دوستن ۽ عالمن کي جيڪي خط موڪليندو هو سي اڪثر شعر ۾ لکندو هو. مولانا تاج محمد رضائيءَ جو علمي ۽ قلمي رابطو ملڪ جي مختلف حصن جي ناليوارن عالمن سان هميشه قائم رهيو. اهڙن عالمن ۾ مولانا احتشام الحق ٿانوي، مولانا محمد شفيع ديوبندي، مفتي سيد احمد (ناظم مرڪزي انجمن لاحناف هند، لاهور)، مولانا ابوالسعود قادري (ناظمِ اهلِ سنت، جمعيت اصلاح و ترقي اهل سنت، بريلوي، هندوستان) وغيره شامل آهن. مولانا تاج محمد رضائي شاعر هئڻ سان گڏ اعليٰ درجي جو نثرنگار به هو. هن ڪيترا فقهي، ديني ۽ درسي ڪتاب تصنيف ڪيا، جن ۾ سيف الرسول، تاج، رهبر فارسي، تحفہ حسيني ۽ فيض روضي ڏٺي وغيره قابل ذڪر آهن. مولانا تاج محمد رضائي پنهنجي علمي ۽ ديني لياقت وڌائڻ لاءِ فارغ التحصيل ٿيڻ کان پوءِ ڪيترن ملڪن جي سفر تي ويو. هن حرمين شريفين جي زيارت به ڪئي، هندستان ۽ پنجاب جي مختلف شهرن جا دورا ڪيا. ان کان پوءِ موٽي اچي پنهنجي ڳوٺ آريجا، تعلقي ڏوڪري ۾ ديني درسگاهه جو بنياد، شوال 1347هه/ 1928ع ۾ رکيائين. جنهن جو نالو "مدرسه شمس العلوم" رکيائين. جيڪو اڄ ڏينهن تائين قائم آهي. جتان ديني علم جا طالب وقت بوقت پنهنجي علمي اُڃ اُجهائيندا رهندا آهن. مولانا تاج محمد رضائي پنهنجي عقيدي ۽ طريقي موجب قادري سلسلي سان تعلق رکندڙ هو. انهيءَ سلسلي ۾ ڊاڪٽر رحمت الله ابڙي پنهنجي هڪ مضمون ۾ لکيو آهي ته: "مولانا غلام عمر جتوئيءَ ڪيس قادري سلسلي ۾ داخل ڪيو ۽ ذڪر ڪرڻ جي واٽ ٻڌائي. اهڙيءَ طرح مولانا تاج محمد صاحب، راشدي گهراڻي جي قادري سلسلي جي طريقت ۾ داخل ٿيو. تنهنڪري ڪيس "قادري فقير" به ڪري ڪوٺيندا هئا."

**تاج محمد شاهه، سيد:** سيد تاج محمد شاهه ولد سيد ڏتل شاهه حسيني، رضوي روهڙيءَ جي مشهور ڪوٺائي سيدن مان ٿي گذريو آهي، هن 1902ع ڌاري روهڙي، ضلعي سکر ۾ جنم ورتو. هن پنهنجي ابتدائي تعليم روهڙي شهر مان حاصل ڪئي. هو سنڌي ۽ اردوءَ سان گڏ فارسي به ڄاڻندو هو. تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ سيد تاج محمد شاهه نئين ديري پرسان هڪ اسڪول ۾ پرائمري ماستر ٿيو. هن جو علمي گهراڻي سان تعلق هئڻ ڪري پاڻ سٺو نثر نويس ۽ شاعر به هو. سندس گهڻو ڪلام وقت گذرڻ سان ضايع ٿي ويو آهي، سندس صرف ٻه ڪتاب هٿ اچي سگهيا آهن:

(1) **"ڪاشف الڪرب المصائب":** هي مختصر رسالو سيد الشهداءَ حضرت امام حسين عليہ السلام جي ڪربلا واري قضيي جي باري ۾ مصائبي مجلس جي انداز ۾ لکيل آهي.

(2) **"تذڪره مير يعقوب علي خان":** هي رسالو در اصل ڪوٺائي سادات جي هڪ بزرگ، سيد يعقوب علي شاهه 'رابع' جو لکيل آهي، هن کي پاڻ ٻيهر نقل ڪيو هو.

هن شاعر نثر نويس ۽ خوش نويس شخص 23 ورهين جي ڄمار ۾ 6 مارچ 1925ع تي وفات ڪئي.

**تاج مسجد:** هيءَ مسجد موري شهر جي شاهي بازار جي ڏکڻ ۽ حبيب بئنڪ جي اولهه ۾ آهي. موري شهر جي مڙني مسجدن ۾ سهڻي ۽ وڏي مسجد آهي. هيءَ مسجد پاڪستان ٺهڻ کان ٿورو پوءِ "گچيري" کان لڏي آيل ميمڻ برادريءَ جي هڪ عالم فاضل خاندان جي مبلغ مولوي محمد عثمان ميمڻ جي نظرداريءَ هيٺ تعمير ڪرايل آهي. هيءَ مسجد وسيع علائقي تي پکڙيل آهي. هن خوبصورت مسجد جي تعمير تي ڪيترائي سال لڳي ويا. هن ۾ اٽڪل اڍائي. ٽي هزار نمازين جي گنجائش آهي. هن مسجد سان گڏ مڪتب. مدرسو ۽ ديني لائبرري پڻ قائم ٿيل آهين. هن مسجد ۾ 12 ربيع الاول، 72 رمضان شريف ۽ 10 محرم الحرام تي وڏا تبليغي جلسا منعقد ٿيندا آهن.

**تاج ملو:** تعلقي ناري ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ هڪ ڳوٺ 'چتوپنيرو' شامل آهي.

**تاجن منڊري جو ڪوٽ:** بدين ضلعي جو هي ڪوٽ تاجن منڊري جي حوالي سان سڏجي ٿو. "منڊرا" ذات جا ماڻهو مانڊر خطي جا رهاڪو هئا. مانڊر خطو. بدين تعلقي ۾ ميرواهه (قتل قاضيا واهه) کان وٺي شروع ٿئي ٿو ۽ ميرواهه جي دنگ تي ختم ٿئي ٿو. اها سڄي ايراضي "مانڊر" سڏبي آهي. هتي هن وقت به منڊرا ذات جا ماڻهو رهن ٿا. تاريخن ۾ اچي ٿو ته ماضيءَ ۾ منڊرا ڏاڍا زور آور هوندا هئا، ۽ ساڻن منسوب ڪجهه دڙا 'سيرائين' کان ڏکڻ اولهه طرف موجود آهن. جيڪي تاجن منڊري جي ڪوٽ جا دڙا سڏجن ٿا. هي ماڳ سيرائي لڳ بدين ۾ مانڊر جي علائقي ۾ آهي. تاجن منڊرو سنڌ جي لوڪ ادب ۾ هڪ ڏاهي مڙس جي حيثيت سان ڄاتو وڃي ٿو، جنهن جي زور پيچڻ لاءِ ميان نورمحمد ڪلهوڙي هڪ پيرو بالاچ خان کي مٿس چاڙهي موڪليو. پر بالاچ تاجن منڊري هٿان قتل ٿي ويو. پيو پيرو ميان صاحب 1159 هه/ 1746ع ۾ سندس خلاف فوج ڪشي ڪئي. تاجن منڊري ريباڙين وٽ ڪانجهي ڪوٽ ۾ وڃي پناهه ورتي. ميان نورمحمد سان گڏ صاحبزادو احمد يار خان، شاهه بهارو، سپهه سالار فضل علي خان، عارف خان، مير متارو، مراد ڪليري، چاڪر بلوچ، بختيار ڪهاوڙ ۽ ٻيا ڪانجهي ڪوٽ تي ڪاهي آيا ۽ ان کي سرنگهه هٽي بارود سان اڏائي ڇڏيائون. شاهه بهاري تاجن منڊري کي گرفتار ڪري ميان آڏو پيش ڪيو. چون ٿا ته هن معافي گهري ۽ ميان معافي به ڏنس. پر پنهنجي ارڏاين کان نه مڙيو. نيٺ ٻئي پيري شاهه بهاري لشڪر وٺي تاجن کي گرفتار ڪري ميان صاحب جي حوالي ڪيو. جنهن تاجن کي جلاد جي حوالي ڪيو. جنهن سندس سر قلم ڪيو. هي ماڳ پنهنجي هڪ تاريخي حيثيت رکي ٿو ۽ اڻ ڪوٺيل آهي. هي دڙو زمين جي سطح کان چار فوٽ اوچائيءَ تي آهي.

**تاجو ديرو:** تعلقي ڳڙهي خيري ۾ هڪ ديهه جو نالو. جنهن ۾ ٻه ڳوٺ 'تاجو ديرو' ۽ 'مزار خان' جا ڳوٺ شامل آهن.

**تاجو سامٽيو:** تاجو سامٽيو، ميان عبدالنبي ڪلهوڙي (سن 1777ع- 1780ع) جي خاص صلاحڪارن مان هو. مير عبدالله خان به تاجي سامٽيي سان گڏ صلاحڪار هو. جڏهن ميان عبدالنبيءَ، قنڌار جي بادشاهه کان سپاهه جي مدد گهري، تڏهن مدد خان پٺاڻ لشڪر وٺي سنڌ تي ڪاهي آيو. ميان عبدالنبي واعدي مطابق ڪيس تاوان جي رقم پهچائي نه سگهيو. ان ڪري مدد خان پٺاڻ، ميان جي خاص اميرن تاجي سامٽيي ۽ ڪن ٻين کي قيد ڪيو ۽ ڪين عذاب ڏنا. وري جڏهن مير فتح علي خان، ميان عبدالنبيءَ تي ڪاهي آيو تڏهن ميان عبدالنبيءَ، محمد حسن ڪهاوڙ کي سپهه سالار مقرر ڪري، وڙهڻ لاءِ موڪليو ۽ سندس مدد لاءِ تاجي سامٽيي، ڏگاڻي جتوئيءَ، پيروز ڪليريءَ ۽ غلام حسين جهنجهڻ کي، نومڙين ۽ ڪوسن جي لشڪر سان گڏ موڪليو. اُهي هالاڻيءَ ۾ اچي وڙهيا. ۽ ٽالپرن کان شڪست کاڌائون. تاجو سامٽيو هالاڻيءَ جي جنگ ۾ محمد حسن جي دستي ۾ وڙهندي مارجي ويو.

**تاجو فقير اونڙوال:** تاجي فقير جو اصل نالو تاج محمد هو پاڻ ميان نصير محمد ڪلهوڙي جو وفادار فقير ۽ مغلن کان سنڌ جي آزاديءَ واري تحريڪ جو عظيم ڪارڪن هو. ميان نصير محمد جي وفات کان پوءِ هي ميان دين محمد جي اميرن ۾ به شامل رهيو. دهليءَ جي بادشاهه بهادر شاهه پنهنجي دور حڪومت ۾ مٿس فوج ڪشي ڪرائي ته سنڌ جي ڪلهوڙن جي فوج تاجي فقير جي اڳواڻيءَ هيٺ مغل فوج جو سخت مقابلو ڪيو جنهنڪري شاهي فوج کي شڪست کائڻي پئي. انهيءَ شڪست جي بدلي وٺڻ لاءِ ملتان جو گورنر شهزادو معزالدين پاڻ سنڌ تي ڪاهي آيو ته جيئن سنڌي عوام جي مزاحمت کي نيست ۽ نابود ڪري مغل بالادستيءَ کي قائم رکي ۽ تحريڪ آزادي ۽ آزاد عبوري حڪومت جو خاتمو ڪري. ان وقت آزاد عبوري حڪومت جو اڳواڻ ۽ تحريڪ آزاديءَ جو سات ڏٽي سرواڻ ميان دين محمد هو. ميان دين محمد کي اٽڪل سان شهزادي گرفتار ڪري ورتو. ميان يار محمد مغل فوج سان مزاحمت ڪئي ۽ ڳاج وٽ سخت جنگ لڳي. هن خوفناڪ جنگ ۾ تاجو فقير پنهنجي بهادري ۽ جوانمرديءَ جا جوهر ڏيکاريندي شهيد ٿي ويو. سندس مزار ميان نصير محمد جي قبرستان ۾ موجود آهي ۽ مٿس مقبرو به تعمير ٿيل آهي.

**تاجو ڪوسو:** تعلقي ٺل ۾ هڪ ديهه جو نالو. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: ڳوٺ باهو ڪوسو. لونگ خان جکراڻي، طوطي گشڪوري، ڳوٺ مير جکراڻي ۽ ڳوٺ شهداد خان.

**تاجو ليڪي:** ڪلهوڙن جي دؤر ۾ سنڌ جي اقتدار وارين لڙائين جو اهم ڪردار تاجو ليڪي هو. هيءَ راجي ليڪيءَ جو پٽ هو. جڏهن ميان سرفراز خان ڪلهوڙي کي تخت تان لاهي قيد ۾ وڌو ويو ته سندس ڀاءُ ميان محمود خان حاڪم بڻيو ۽ راجو ليڪي حڪومت جي سيني انتظامي ڳالهين جو مختيار بڻيو. خزانو به سندس حوالي هو. هن پنهنجي پٽ تاجي ليڪيءَ کي محمود خان جو "مدارالمهام" بنايو. جڏهن مير بجار خان واپس سنڌ موٽي آيو، تڏهن راجو ليڪي ان صدمي ۾ مري ويو ۽ سندس پٽ تاجو پيءُ جو جانشين بڻيو ۽ سمورا اختيار پاڻ سنڀاليائين. تاجو ليڪي سنڌ ۾ ميرن جو وڏي ۾ وڏو دشمن ليکيو ويندو هو. جيتوڻيڪ هيءَ ڪلهوڙن سان گڏ هو. پوءِ به سندن خيرخواهه نه ٿي سگهيو. جڏهن مير بجار خان، پنهنجي لشڪر سان اڳتي وڌيو، تڏهن تاجو ليڪي، الهه بخش جهنجهڻ، محراب جتوئي، پيروز پتافي ۽ ٻين سيني ساٿين کي گڏ ڪري مير بجار جي مقابلي جي تياري شروع ڪري ڏني. ۽ ان ڏس ۾ هنن مير بجار کي هڪ خط به لکيو هو. جڏهن ميربجار خان عمرڪوٽ ۾ وڃي رهيو، تڏهن به تاجي ليڪيءَ سندس پيڇو نه ڇڏيو ۽ ميان غلام نبي ۽ الهه بخش جهنجهڻ سان گڏ، 30 هزار سپاهي وٺي وڃي عمرڪوٽ پهتو. جيئن ته عمرڪوٽ جي وسيع، شاندار ۽ مضبوط قلعي اڳيان ٽيهه هزار فوج ڪا اهميت نه پئي رکي، ان ڪري تاجي ليڪيءَ، الهه بخش جهنجهڻ سان سِٽ

سڻي، کيس ميربجار خان ڏانهن موڪليو. جتي هن وڃي فريب سان مير بجار خان کان عمرڪوٽ جو قلعو خالي ڪرايو ۽ پوءِ ٽڪڙ ۾ پنهنجي فوج قلعي اندر ويهاري ڇڏي. جڏهن مير بجار خان ڏٺو ته تاجو ليکي هٿ ڌوئي ٽالپر خاندان جي تباهيءَ لاءِ ڪاهي نڪتو آهي، ته هن تاجي کي جنگ ڪرڻ لاءِ خط لکيو. مير بجار جو اهو پيغام ٻڌي، تاجي، ميان غلام نبيءَ کي جنگ لاءِ زور پريو. مجبوراً ميان غلام نبيءَ کي تاجي جي راءِ مڃڻي پئي، ۽ ان ريت ٽالپرن ۽ ڪلهوڙن جي وچ ۾ "لانياريءَ" واري جنگ لڳي. هن جنگ ۾ ڪلهوڙن جي فوج ٽيهه هزار سپاهين تي مشتمل هئي، ۽ ٽالپرن جي فوج ۾ ڪُل ڇهه هزار بلوچ سپاهي هئا. تاجي ليکيءَ سازش ڪري ميان غلام نبيءَ کي قتل ڪيو ۽ جنگ مان ڀڄي ويو. ميان صاحب جي شهادت تي مير بجارخان کي گهڻو صدمو پهتو. ۽ هن ميان صاحب جو لاش حيدرآباد ڏياري موڪليو.

جيتوڻيڪ هن جنگ ۾ ڪلهوڙن جي هار ۽ ٽالپرن جي فتح ٿي، ان هوندي به ڪلهوڙن طرفان تاجو، ٽالپرن کي وقت بوقت نقصان پهچائڻ جون ڪوششون ڪندو رهيو. سندس سازشن سبب ٽالپرن ۽ ڪلهوڙن جي وچ ۾ "هالاڻيءَ" وٽ هڪ وڏي جنگ لڳي، جنهن ۾ ٽالپرن جي فتح ۽ ڪلهوڙن جي هار ٿي؛ ان بعد سنڌ جا حڪمران مير ٿيا. هالاڻي جي جنگ ميان عبدالنبي ۽ مير فتح علي خان ٽالپرجي وچ ۾ لڳي. ميان عبدالنبيءَ جي دور ۾ تاجو ليکي، پنهنجن پائرن، پٽن ۽ ساٿين سان گڏ قيد ٿي آيو. ميان غلام نبيءَ جي ڀاءُ ميان عبدالنبيءَ سندس قتل جو حڪم جاري ڪيو. ان موقعي تي مير بجار سفارش ڪري، سندس حياتي بچائي. مطلب ته ميرن جي دل ۾ ڪڏهن به تاجي ليکيءَ ۽ سندس ساٿين لاءِ ڌڪار نه هئي، پر تاجو ليکي هڪ فطرتي سازشي انسان هو. هڪ روايت موجب تاجي ليکيءَ کي معافي نه ملي، پر ٽالپرن خلاف سندس دل مان دغا نه وئي. آخرڪار تاجو ۽ سندس ڀاءُ 1196هه/ 1782ع ۾ "هالاڻيءَ" واري جنگ ۾ مارجي ويا. سندس مقبرا گنجي ٽڪر حيدرآباد ۾ موجود آهن.

**تاجو ليکيءَ جو مقبرو**: ڪلهوڙا دور جو هي مقبرو حيدرآباد جي هوائي اڏي پرسان آهي. هي مقبرو گنجي ٽڪر تي واقع آهي. جنهن تائين هيئنر رسائي مشڪل آهي. هن مقبري جي مهاڙي به عام روايت موجب ته-ڪُٽي آهي. سڄي مهاڙي سادڙي آهي. دروازو هڪ اونهي ونگ ۾ آهي.



تاجو ليکيءَ جو مقبرو

وچون ڪُنڊ پاسي وارن کان ڪڙو آهي. پاسن ۾ سواءِ ٻن ٻن سادن طاڪن جي هڪ ٻئي جي مٿان ٺهيل آهن. ٻيو ڪو به سينگاريندڙ عنصر ڪو نه آهي. پاسي وارن ڪٽڻ ۾ ترڪڙي ونگ حاشي جي سطح کان مٿي آهي. ٻيڙ ٻني جي ڪندن تي سادا پر سگهارا بونب آهن. ممڪن آهي ته انهن تي ڪنهن سمي برجيون ٺهيل هجن. مقبري کي ٻاهران به حاشا آهن. پهرين جي سطح تي دروازو ۽ ٻئي يعني مٿئين جي سطح تي طاقچه آهن. ڇت گنبذ سان آهي، جنهن جو ڳچ اٺ ڪندو ۽ گنبذ سادو آهي. گنبذ جي چوٽيءَ تي ڪلغي آهي، جا اونڌي ڪنول جهڙي صورت جي آهي. سڄو مقبرو چوني جي پلستر سان لتل آهي. پاڻ ڪلهوڙن جي دور جو اهم منصب دار هو. ميان سرفراز ڪلهوڙي هن جي چوڻ تي ميرن سان لڙيو هو جنهن لڙائي نيٺ ڪلهوڙن جي خاتمي جو سبب ٿي. هي راڃي ليکي جو فرزند هو.

**تاجو مري ڪنب**: هيءَ ڪنب تعلقي قمبر جي ديهه ڪوهستان، يونين ڪائونسل غيبي ديري جي هڪ ڍنڍ آهي، جو مري قبيلي جي فرد فقير تاجو جي نالي سان واقع آهي، جنهن بابت روايت آهي ته هو انگريزن جي اوائلي ڏينهن ۾ هتي رهندو هو.

**تاجيو ديرو اڊو**: تعلقي ڳڙهي ياسين جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: ڪوٽ يوسف اڊو، دايا، پتافي (اُڊو)، شاهه محمد جي واند ۽ حاجي خان جڪرو.

**تاڃي**: اُڻاوت جي اَڏيءَ ۾ ڊگهين تندن جو پٽو، جنهن جي ٻر ۾ "پيٽي" جون تندون وڌيون ويندون آهن. ڪپڙي جي اوڃي ۾ ڪپڙي جي ڊيگهه وارين تندون تاڃي سڏبيون آهن ۽ ٻَر يا ويڪر وارين تندن کي "پيٽو" چوندا آهن يعني تاڃي پيٽو= ڪپڙي جي ڊيگهه ۽ ٻر وارا ڌاڳا.

**تارَ**: ڪنهن به ڌاتوءَ جي سنهي تند. ڌاڳو، سُٽ جي تند. ڌاتوءَ جي تند. جنهن رستي برقي پيغام موڪلجي، عام زبان ۾ ٽيليگرام کي تار چئبو آهي يعني اها خبر، جا بجليءَ رستي جلد موڪلجي. عام طرح تارون لوهه، پتل، ٽامي ۽ جست جون ٿينديون آهن.



سونَ جي تند کي "زر" يا "زري" چوندا آهن ۽ چانديءَ جي تار کي "سِيمَ يا روپي تند" چوندا آهن.

ڳائڪيءَ جي اصطلاح ۾ جيڪڏهن ڳائڻ تار ۾ هوندو. ته اهو دل کي پيو وڻندو ۽ جيڪڏهن ڳائڻ تار کان ٻاهر، يعني بي تارو هوندو، ته اُهو دل کي خوش ڪرڻ بدران بيزار ڪندو. ان معنيٰ ۾ تار/ تال وارو راڳ سرائتو ليکبو. تار، تال ۽ وڄت جي معنيٰ ۾ به ڪم اچي ٿي.

تار، تات يا ياد کي به چئبو آهي.

'تار جنهن کي يار جي، سا ڪئن ڪندي گهرٻار جي.'

**تار** (ٽيپ سپتڪ): هارمونيئم ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٽي حصا ٿيندا آهن، جن کي گائڪيءَ جي ٻوليءَ ۾ "سپتڪ" چيو ويندو آهي. هارمونيئم جي ساڄي پاسي کان جيڪو ٽيون ۽ پڇاڙيءَ وارو سپتڪ ايندو، ان کي تار يا ٽيپ سُپتڪ چيو ويندو آهي. جنهن جي سُرن جي نشاني هن ريت آهي:

سَا رِي گَا مَا پَا ڌَانِي. يعني سُرن جي مٿان 'زبر' جي نشاني.

**تارا**: انڌاري رات ۾ آسمان صاف هوندو آهي ته اُپ تي ڪيترا تارا موتين وانگر چمڪندي نظر ايندا. ظاهري اک سان هڪ ئي وقت اٽڪل ڇهه هزار تارا ڏسي سگهجن ٿا. عام طرح اسان سمجهندا آهيون ته سڄي رات تارا آهستي آهستي اوبرکان اولهه طرف لهي ويندا آهن ۽ اوبر کان وري ڪجهه ٻيا تارا نڪرندي نظر ايندا آهن. آسمان تي تارن جي هيءَ حرڪت ظاهري آهي، اصل ۾ سندن حرڪت زمين جي محوري گردش جي ڪري آهي. ان گردش وسيلي تارا مختلف دائرن ۾ هلندي معلوم ٿيندا آهن.



تارا اصل ۾ سج وانگر وڏا ۽ روشن جسم آهن. ڪي تارا سج کان به وڏا ۽ وڌيڪ گرم چيا وڃن ٿا. تارا وڌيڪ فاصلي جي ڪري ننڍن ننڍن ٽهڪن وانگر ٽمڪندي نظر ايندا آهن. ننڍن تارن کي جيتامڙا (Dwarfs) چئبو آهي ۽ وڏن تارن کي ديو (Giants) چئبو آهي. وڏا تارا وڏا ديو (مهاديو Super Giants) سڏجن ٿا. تارن جو رنگ انهن جي عمر ۽ گرمي پد تي منحصر آهي. عمر گذرڻ سان تارا ٿڌا ٿي وڃن ٿا ۽ سندن رنگ بدلبو رهي ٿو. نو عمر (نوان) تارا اڇا يا هلڪا نيرا ٿين ٿا ۽ سندن گرمي پد هڪ هزار درجي سينٽي گريڊ کان پنجٽيهه هزار درجي سينٽي گريڊ تائين هوندو آهي. پيلي رنگ جي تارن جو گرمي پد 5 هزار سينٽي گريڊ کان 8 هزار سينٽي گريڊ تائين هوندو آهي. نارنگي رنگ جي تارن جو گرمي پد 4 هزار سينٽي گريڊ کان 5 هزار سينٽي گريڊ هوندو آهي. ڳاڙهي رنگ جا تارا وڏي عمر جا ٿين ٿا، جن جو گرمي پد 2500 درجا سينٽي گريڊ کان چار هزار درجا سينٽي گريڊ تائين ٿئي ٿو.

تارا زمين کان تمام گهڻو پري ٿين ٿا. سڀ کان ويجهو تارو، جنهن کي قنطورس 'الف' چئجي ٿو، زمين کان چار سئو کرب ڪلوميٽر پري آهي. تارن جو فاصلو ماپڻ جو ايڪو نوري سال آهي. نوري سال اهو فاصلو آهي، جيڪو روشني هڪ سال ۾ پورو ڪري ٿي. هڪ نوري سال ڇهانوي کرب ڪلوميٽرن جي برابر آهي. ٻيا تارا انهيءَ تاري کان به پري آهن. دوربين جي مدد سان هزارين نوري سالن جي فاصلن تائين تارا نظر اچن ٿا.

**تارا ٻائي** (485 هه/1092ع- 500 هه/1106ع): دودي سومري جي شهادت کان پوءِ سندس پٽ سنگهار اڃا صغير هو ان ڪري راڄن (عوام) ۽ سردارن پيءُ جي پڳ ته سنگهار کي ٻڌرائي، پر رياست جو انتظام سندس وڏيءَ ڌيءَ تارا ٻائيءَ جي حوالي ڪيو. تارا ٻائيءَ کي ڪن تاريخن "زينب" به سڏيو آهي. هڪ عورت جو ملڪي انتظام جو سربراهه ٿيڻ ۽ ملڪ جي اميرن، سردارن ۽ راڄن پاران سندس اطاعت ڪرڻ، هڪ اهڙو انوکو تجربو هو جيڪو ان وقت جي سنڌي سماج جي ترقي يافته هجڻ جو ثبوت ڏئي ٿو. تارا ٻائيءَ سومريءَ جي پندرهن سالن جي حڪومت ۾ اميرن، وزيرن، عالمن يا مشائخن ڪنهن به قسم جي مخالفت نه ڪئي. ڪن تاريخن سندس حڪومت جو عرصو 10 سال لکيو آهي. ان جي برخلاف هند جي راڻي رضيه سلطانه جي اميرن، درٻارين، ملن مولوين، متحد ٿي سندس خلاف بغاوت ڪئي هئي، نتيجي ۾ ڪيس پنهنجي حڪومت سان گڏ جان به وڃائڻي پئي هئي. ان مان ظاهر ٿئي ٿو ته سنڌي سماج ۾ عورت کي سڀ کان وڌيڪ مان ۽ مرتبو حاصل رهيو آهي. ان ڪري اخلاقي توڙي سماجي طور سنڌي عوام بغير ڪنهن جنسي امتياز جي هن عورت حاڪم جي حمايت جاري رکي هئي ۽ سنڌ جي هيءَ شهزاديءَ شان ۽ شوڪت، مان ۽ مرتبي سان حڪومت هلائيندي رهي. جڏهن تارا ٻائيءَ جو ڀاءُ شهاب الدين سنگهار وڏو ٿيو ته هيءَ دورانديش عورت بغير ڪنهن دٻاءَ ۽ حجت جي ڀاءُ جي حق ۾ حڪومت تان دستبردار ٿي وئي. اهو هڪ تاريخي مثال آهي. تارا ٻائيءَ جو ذڪر تاريخ "دولت علويه" ۽ "تاريخ معصوميءَ" ۾ ملي ٿو.

**تارا چند** (ڳويو): تارا چند پٽ چوهڙ مل 1909ع تي ڳوٺ سيتا، ضلعي دادوءَ ۾ ڄائو. مشهور ڳويي عالم شاهه جو دوست ۽ هم عمر هو ۽ پنهنجي وقت جو مشهور ڳويو ٿي گذريو آهي. ماڻهو ڪيس اڪثر ڪري تارو ڳويو ڪري سڏيندا هئا. هو سارنگيءَ ۽ هارمونيم جو ماهر وڄتو هو ڪڏهن مقامي ڳويي عالم شاهه سان جوڙ ۾ ته ڪڏهن اڪيلو به ڳائيندو هو. جڏهن عالم شاهه 1942ع ۾ وفات ڪئي ته تارو سندس جدائيءَ جو ڏک سهي نه سگهيو ۽ ڳائڻ ڇڏي ڏنائين. 1947ع جي ورهاڱي واري وقت هندستان هليو ويو.

**تارا چند شوقيرام**: سماج سڌارڪ راءِ بهادر ديوان تارا چند شوقيرام، اڳوڻو پرنسپال ٽريننگ ڪاليج، حيدرآباد. 20 جون 1850ع تي حيدرآباد، سنڌ ۾ پيدا ٿيو. ٽيهه چاليهه سال کن حيدرآباد جي عامل پنچائت جو مکي رهيو. ڪيترن ضرورتمند ماڻهن جي مالي مدد ڪيائين. حيدرآباد جي برهمو مندر وٽ پنهنجي ڀاءُ ساڌو هيرانند جي نالي باغيچو ٺهرايائين. پنهنجي ماءُ شريمتي جواهر ٻائيءَ جي نالي هيرآباد ۾ ڇوڪرين جو اسڪول کولرايائين. سنڌ جي گورنر سر لانسلاٽ گرهام سان دوستي هوندي هئس. حيدرآباد جو "هوپ فل فري اسڪول"، "ديوان نول راءِ ۽ ديوان تاراچند جي نالي پليان سڏجي ٿو برهمو سماج وارن ڪراچيءَ جي سولجر بازار ۾ هڪ سنڌي اسڪول به سندس نالي پويان کوليو هو. سندس والد شوقيرام مختيارڪار جي عهدي تي هو هي پاڻ ۾ ٽي ڀائر هئا. (1) ديوان نولراءِ، (2) تاراچند شوقيرام (3) ساڌو هيرانند. تاراچند وارا ڀائر سماج سڌارڪ هئا. تاراچند شوقيرام 22 نومبر 1893ع تي ديهانت ڪئي.



**تارازا**: اُهي ڏاڳا، ڏوريون يا سنهيون زنجيرون، جيڪي ساهميءَ جي پڙن کي ’ڪانيءَ‘ سان ڳنڍي بيهارين. تن کي تارازا چئبو آهي. عام طرح ساهميءَ جي هرهڪ پُڙ ۾ ٽي تارازا هوندا آهن. پر ڪن وڏين ساهمين جي پُڙ ۾ چار تارازا به ٿين.

**تارازي**: شين جو وزن يا تور ڪرڻ واري ساهميءَ کي تارازي چئبو آهي. تارازي عام دڪانن تي سامان تورڻ جي ڪم اچي ٿي. سونارن وٽ پتل جون ننڍڙيون تارازيون هونديون آهن. ان تورڻ جا وڏا توراڙا ٿين. هاڻي ته وزن جو نمونو جديد مشيني بڻجي ويو آهي. گاڏين، ٽرڪن ۽ بارگير انجڻين وغيره کي به آسانيءَ سان توري سگهبو آهي. اهڙي وڏي ۽ مشيني تارازيءَ کي ”ڪانٽو“ چوندا آهن. هن دور ۾ ڪمپيوٽرائزڊ ڪانٽا به متعارف ٿي چڪا آهن.



**تارا ميرچنداڻي**: سنڌي ٻوليءَ جي برک ليکڪا، ناول نويس، ڪهاڻيڪار تاراچنداڻيءَ، 6 جولاءِ 1930ع ۾، ديوان ڏيارام هاسارام ميرچنداڻيءَ جي گهر ۾، حيدرآباد (سنڌ) ۾ جنم ورتو. سندس پورو نالو تارا موتيرام ميرچنداڻي آهي. تارا جو والد زميندار هو ۽ سندس ماءُ، جسي ٻائي، حيدرآباد جي مکين جي آکهه مان هئي. تارا، ڀائرن ۽ ڀينرن ۾ ڇهون نمبر آهي. هن پرائمري تعليم ڪندن مل گرلس اسڪول حيدرآباد مان حاصل ڪئي. ساڳئي اسڪول مان 1947ع ۾، سُٺين مارڪن سان مئٽرڪ پاس ڪيائين. ورهاڱي کان پوءِ فرسٽ ايئر آرٽس وديا نگر (گجرات) مان ڏنائين. بعد ۾ بمبئيءَ وڃي ”جئہ هند ڪاليج“ ۾ انٽر آرٽس ۾ داخلا ورتائين. گهرو حالتن جي ڪري هن پڙهڻ ڇڏي ڏنو ۽ بمبئيءَ ۾ Rehabilitation Finance Department ۾ نوڪري ڪيائين. سندس شادي ساڳيءَ آکهه جي، ڪراچيءَ ۾ رهندڙ نوجوان، موتيرام رامچنداڻيءَ سان 1950ع ۾ ٿي. ورهاڱي کان پوءِ سندس وَرَ بنارس ۾ جنرل مرچنٽس شاپ شروع ڪيو.



تارا ميرچنداڻيءَ کي سنڌ اندر اسڪولي تعليم دوران ئي سنڌي ساهت سان دلچسپي هئي. هن 47-1946ع ڌاري ذهين شاگردن ۽ شاگرديائڻين جو هڪ گروپ ”وديارٿي سنگم“ جي نالي سان قائم ڪيو. هن گروپ پندرهن وار اخبار ”وديارٿي“ به ڪڍي، جنهن جي ايڊيٽر تارا ميرچنداڻي ٿي. هنن اُن زماني ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي قيام جي فيصلي وقت، شاگردن سان ملي حيدرآباد ۾ ’بنارس هندو يونيورسٽيءَ‘ وانگر ’حيدرآباد هندو يونيورسٽي‘ قائم ڪرڻ جي گهر ڪئي. اهڙيءَ طرح هن جي ادبي شروعات 16، 17 سالن جي عمر ۾ ”وديارٿي“ اخبار جي ايڊيٽوريلن لکڻ سان ٿي. 1948ع ۾ تارا ميرچنداڻي جڏهن جئہ هند ڪاليج ۾ پڙهندي هئي ته پروفيسر منگهارام ملڪاڻيءَ ڪيس ادبي حوالي سان همٿايو ۽ هن ڪهاڻيون لکڻ شروع ڪيون. جڏهن 1995ع ۾ بمبئيءَ ۾ سنڌي ساهت منڊل (سنڌي ادبي سنگت) جا تنقيدي ڪلاس شروع ٿيا ته منگهارام ملڪاڻي ڪيس انهن ڪلاسن ۾ وٺي ويو. هن اتي پنهنجي پهرين ڪهاڻي ”سرڳ جو سير“ پڙهي، جنهن تي ڪافي نڪته چيني ٿي ۽ هوءَ دل برداشته ٿي وئي، ۽ ٻه ٽي مهينا ساهت منڊل جي گڏجاڻين ۾ نه وئي. اٽڪل ٽن مهينن کان پوءِ ٻي ڪهاڻي ”ديوار“ لکيائين، جا ادبي ڪلاس ۾ پڙهيائين ته ڏاڍي پسند ڪئي وئي ۽ هن کي لکڻ جو اُتساهه مليو.

تارا، ادبي ميدان ۾ پنهنجي لاءِ ادب جي ٻن شاخن ڪهاڻيءَ ۽ ناول کي چونڊيو. هن مهل تائين سندس هيٺيان ناول: ’ڪُومايل ڪلي‘ (1949ع)، آشا (1950ع)، ’هٿ يوڳي‘ (ناول: ٻه ڀاڱا- 1990ع)، ’لهرن جي گونج‘ (1992ع) ۽ ’سورج جي پهرين ڪرڻ‘ (1998ع) شايع ٿي چڪا آهن. سندس ناول ”هٿ يوڳي“ کي، ڀارت سرڪار جي تعليم کاتي 1993ع ۾، مرڪزي ساهتيہ اڪادميءَ جي انعام سان نوازيو.

تارا ميرچنداڻيءَ جي ڪهاڻين جا پنج مجموعا: ’آئينو ۽ عڪس‘ (1965ع)، ’رهڙ جي گُڏي‘ (1966ع)، ’الجهيل تندون ريشم جون‘ (1986ع)، ’درد‘ (1991ع)، ۽ ’وسريا نہ وِسرن‘ (1996ع) ڇپيل آهن.

تارا ميرچنداڻي سنڌي ڪهاڻي ۽ ناول جو هڪ معتبر نالو آهي. سندس شمار انهن تورين ليکڪائن ۾ ٿئي ٿو جيڪي مسلسل لکي رهيون آهن. سندس ڪهاڻين ۾ نئين سوچ موجود آهي. هن جا ڪجهه ناٽڪ به لکيا آهن، جن مان ڪي ”آئينو ۽ عڪس“ مجموعي ۾ شامل آهن. سندس ناٽڪ ريڊيو تي به نشر ٿي چڪا آهن. سنڌي ٻوليءَ بابت سندس ويچار آهن ته: ”مون کي سيني ٻولين ۾ سنڌي ٻولي ئي مٺي لڳندي آهي. سنڌي ٻولي زنده رهندي ۽ ضرور زنده رهندي، اهو منهنجو وشواس آهي“. مختلف سرگرمين ۾ به حصو وٺندي رهندي آهي. عورتن جي هڪ جماعت ”جهنڪار ڪلب“ قائم ڪري، ان جي پليٽ فارم تان هنرن جي ترقيءَ، معذور ٻارن ۽ ڪوڙهه ورتل انسانن جي مدد جهڙا ڪم ڪيائين. ڪيس ادبي خدمتن تي ڪيترا انعام ۽ اوارڊ ملي چڪا آهن. جهڙوڪ: نئين دنيا پبليڪيشن ممبئيءَ پاران اوارڊ (1991ع)، اکل ڀارت سنڌي ٻولي ۽ ساهت سڀا ۽ سهيوڳ فائونڊيشن بمبئيءَ پاران اوارڊ (1992ع)، ناول: ”هٿ يوڳيءَ“ تي ساهتيہ اڪادمي اوارڊ (1993ع)، رام پنجواڻي لٽرري ۽ ڪلچرل سينٽر پاران اوارڊ (1994ع)، ڀارتيہ ڀاشا پريشد اوارڊ ڪلڪتو (1995ع)، سنڌي اڪيڊمي دهليءَ جو لٽرري اوارڊ (2000ع) وغيره.

تارا ميرچنداڻي، مرڪزي ساهتيہ اڪادمي ۽ مهاراشٽر راجيہ سنڌي ساهتيہ ڪميٽيءَ تي ميمبر رهي چڪي آهي. هن وقت ’جئہ اينڊ جل هائوسنگ سوسائٽي‘ پوني ۾ رهائش پذير آهي ۽ مقامي ادبي تنظيمن جي گڏجاڻين ۾ ريٽا شهاڻي، گوردن شرما ”گهايل“ ۽ ٻين سان گڏ سرگرميءَ سان حصو وٺندي رهي ٿي.

**تاراهہ**: تعلقي هالا جي هڪ ديهہ جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ٻاروچو باغ، ابڙا وليج، تاڙهہ، جمال ڏاهري، ٻبر ۽ ڳوٺ ابڙا.

**تارا هڏي**: تعلقي ۽ ضلعي ٽنڊي الهيار ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان چار ڳوٺ آباد آهن:

حاجي حضوري، خيرمحمد پنهور، حاجي راوت لغاري ۽ نظرعلي رند.

**تاراهه ڳوٺ:** هالا کان 10 ڪلوميٽر اتر طرف نيشنل هاءِ وي تي اولهندي طرف ٻه ڪلوميٽر جي مفاصلي تي آباد هن ڳوٺ جو نالو ابتدا ۾ ”علي شاهه جو ڳوٺ“ هو. سيد علي شاهه هجرت ڪري هن علائقي ۾ اچي ويٺو جنهن جي نالي پٺيان پوءِ ”علي شاهه جو ڳوٺ“ سڏجڻ ۾ آيو. روايتن موجب سيد علي شاهه ارڙهين صدي عيسوي جي آخر ۾ هتي رهائش پذير ٿيو جنهن جي اٺين پيڙهي هن وقت هتي آباد آهي. اها به روايت آهي ته مخدوم نوح رح جي سورهين سجاده نشين مخدوم غلام محمد ”مغموم“ جو هن ڳوٺ ۾ گهڻو اچڻ وڃڻ رهندو هو. هڪ ڀيري مخدوم غلام محمد هن ڳوٺ جي تڙ جي مٺي پاڻي جي مناسبت سان ”وڻ ونجهيري، تڙ تاراهه“ جو فقرو چيو. جنهن کان پوءِ علي شاهه ڳوٺ جو نالو تبديل ٿي ”تاراهه“ ٿي ويو. ورهاڱي کان پوءِ جڏهن ڳوٺ جي پرسان شاخ کڏي وئي ته ان تي به ”تاراهه شاخ“ نالو رکيو ويو.

ڳوٺ تاراهه جي اولهه طرف فرلانگ ڪن جي مفاصلي تي سيد پنهل فقير جو مقبرو آهي، جنهن تي ڪجهه سال اڳ سيد علي شاهه جي اولاد مان مرحوم سيد غلام نبي شاهه ساليانو ميلو لڳرائيندو، پر سندس وفات بعد اهو سلسلو به بند ٿي ويو. تاراهه ڳوٺ ۾ سيدن کانسواءِ چانڊيا، لاڪا، ٻاهوٽي، شيدي، هندو، باگڙي، ڀيل ۽ ڪولهي ذاتين جا لڳ ڀڳ ٻه سئو گهر آهن ۽ سندس آبادي لڳ ڀڳ هڪ هزار جي برابر آهي.

**تارڙ:** تارڙ ذات بابت چيو وڃي ٿو ته اهي سورج ونسي ۽ راجا ڪرن جي اولاد مان آهن. ”سنڌو“ نک به هن خاندان جي آهي (ڪتاب ”شاهجان گوجر“). ڪتاب ”پنجاب ڪي ذاتين“ ۾ لکيل آهي ته تارڙ سورج ونسي راجپوت شاخ مان لوهيءَ جو اولاد آهن. تارڙ محمود غزنويءَ جو خدمتگار هو. جيڪو ساڻس گڏ هوندو هو. پنجاب جا ماڻهو هنن کي پٽي نسل مان جاٽ به چون ٿا. پاڪستان جو اڳوڻو صدر رفيق تارڙ به هن ذات مان هو. (ڏسو: تارڙ رفيق احمد)

**تارڙا:** تارڙا سمن جي هڪ پاڙي جو نالو جيڪي ٺٽي ضلعي ۾ رهن ٿا. تاريخ سجاول ۾ لکيل آهي ته ”تارڙا“ ملاح ۽ مهاڻا آهن. سرويچ سجاولي تارڙ ملاحن مان هو. سندس ڳوٺ، جيڪو هن وقت ”سرويچ نگر“ سڏجي ٿو تارڙن ملاحن جو ڳوٺ هو.

**تارڙ، رفيق احمد:** پاڪستان جو اڳوڻو صدر رفيق احمد تارڙ، گوجرانوالا ضلعي جي ڳوٺ پير ڪوٽ ۾، 2 نومبر 1929ع تي ڄائو. شاگرديءَ واري زماني ۾ هو سماجي ڪمن ۾ ڀرپور ونندو رهيو. ورهاڱي بعد جڏهن هجرت جو عمل شروع ٿيو ته رفيق احمد تارڙ مسلم اسٽوڊنٽ فيڊريشن جي ساٿين سان گڏ هندستان مان لڏي آيل ماڻهن جي مدد ڪئي. 1949ع ۾ هن گريجوئيشن ڪانپوءِ لا ڪاليج لاهور مان قانون جي ڊگري حاصل ڪئي. 1955ع ڌاري هن لاهور



هاءِ ڪورٽ ۾ وڪيل جي حيثيت سان ڪم ڪرڻ شروع ڪيو ان بعد 1970ع تائين پنجاب ليبر ڪورٽ جو چيئرمين به رهيو ان جي ڇهن سالن بعد کيس لاهور هاءِ ڪورٽ جو چيف جسٽس مقرر ڪيو ويو. ان دوران هو پاڪستان اليڪشن ڪميشن جو ميمبر به رهيو جڏهن ته رفيق احمد تارڙ 1991ع ۾ سپريم ڪورٽ ۾ جج طور نامزد ٿيو جتان 1994ع ۾ رٽائرمينٽ ورتائين. رفيق تارڙ 1997ع ۾ سياست ۾ پير پاتو ۽ مسلم ليگ (نواز) جي ٽڪيٽ تي 1997ع ۾ سينيٽر منتخب ٿيو. نواز شريف جي خاندان سان ويجها تعلقات هئڻ ڪري کيس ٽڏهوڪي وزيراعظم ميان نواز شريف جي ڀرپور حمايت حاصل هئي ۽ کيس 31 ڊسمبر 1997ع تي ملڪ جو صدر چونڊيو ويو. هن ڀهرين جنوري 1998ع تي ملڪ جي نائين صدر جي حيثيت سان حلف کنيو. آڪٽوبر 1999ع ۾ جنرل پرويز مشرف، نواز حڪومت کي مفلوج ڪري اقتدار سنڀاليو ۽ نواز شريف کي ڀهريان گرفتار ڪري پوءِ پرڏيهه موڪليو ويو. رفيق احمد تارڙ تڏهن به ڪجهه عرصو ملڪ جو صدر رهيو پر اڳتي هلي 20 جون 2001ع تي پي. سي. او (پراونشيل ڪانسٽيٽيوشنل آرڊر) تحت رفيق تارڙ کي هٽائي پرويز مشرف پاڻ کي صدر چونڊرايو.

رفيق احمد تارڙ کي مذهب، ادب ۽ شاعريءَ سان دلچسپي آهي، ڪلاسيڪي فارسي ادب شوق سان پڙهندو آهي. کيس ٽي فرزند ۽ هڪ نياڻيءَ جو اولاد آهي.

**تارڙ، مستنصرحسين:** اردوءَ جي نامياري ليکڪ ۽ ٽي. وي ڪمپيئر مستنصرحسين تارڙ جو جنم ڀهرين مارچ 1939ع تي پنجاب جي هڪ ڳوٺ ”جوڪليان“ ۾ ٿيو. هن شروعاتي تعليم ڳوٺ مان ورتي، پر پوءِ لاهور ۾ مقيم ٿيڻ بعد ’مشن هاءِ اسڪول‘ ۽ پوءِ مسلم ماڊل هاءِ اسڪول مان ميٽرڪ ڪيائين. بعد ۾ گورنمينٽ ڪاليج لاهور ۾ داخلا ورتائين. 1950ع ڌاري هو لنڊن ويو ۽ وڏيڪ تعليم حاصل ڪري ڏيهه موٽي آيو. 1957ع ۾ هن ”ورلڊ يوٿ فيسٽيول“ ماسڪو ۾ شرڪت ڪئي ۽ ڀهريون سفرنامو لکيائين. ”لنڊن سي ماسڪو تڪ“.



کيس اخباري دنيا ۾ روزاني ”نواءِ وقت“ جي ايڊيٽر مجيد نظاميءَ متعارف ڪرايو، هو ان وقت هو لنڊن ۾ اخباري نمائندو هو ته مستنصرسان ملاقات ٿي هئس. مستنصرحسين 1968ع ڌاري پي. ٽي. وي تي اداڪاريءَ جو موقعو حاصل ڪيو. جنهن ۾ هن ’اشفاق احمد‘ جي هڪ ڊرامي ۾ اداڪاري ڪئي. پوءِ اڳتي هلي هن پي. ٽي. وي جي صبح واري هڪ پروگرام جي گهڻ عرصي تائين ميزباني ڪئي. ان دوران هن لکڻ به جاري رکيو. هن 30 جي لڳ ڀڳ ڪتاب لکيا آهن. جن ۾ سفرناما، افسانا ۽ ناول شامل آهن. جن مان ڪجهه اهم ڪتاب هي اٿس: 1. خانه بدوش، 2. جپسي، 3. اندلس مين اجنبي، 4. پيار کا پهلا شهر، 5. نانگا پربت، 6. هنزه داستان، 7. شمشال بي مثال، 8. شاهگوري، 9. سفر شمال کي، 10. گدهي هماري دوست هين، 11. ڪالاش، 12. ياڪ سرائي، 13. ديو سائي، 14. چترال داستان، 15. ڪاروان سرائي، 16. الو هماري ڀائي هين، 17. چڪ چڪ، 18. ڪي. ٽو ڪهاني.

**تارسيئر** (Tarsier): اعليٰ قسم جي جيوانن Primates مان هڪ Tarsius جنس جو سمجهو ساهوارو آهي. لڳ ڀڳ ڪئي جي آڪار جيترو هي يگانو ڪيرائتو ساهوارو آهي. هي رات جو گهمڻ وارو جهنگ ۾ رهندڙ جانور آهي، جيڪو انڊونيشيا، بورينو، سماترا ۽ فلپائين وغيره ۾ ملي ٿو. هن جو پڇ ڪئي وانگر سنهون ۽ ڊگهو. وڏيون ۽ ٿوريون ٻاهر نڪتل اکيون، ڪن نسبتاً وڏا، گرم رت وارو جاندار آهي، جيڪو جيتن، ڪرڙين ۽ وڻ ٻوٽن



جي نرم گونچن تي گذارو ڪندو آهي. هن جو مُري وارو حصو ڊگهو ۽ آڱرين جون چوٽيون گولائيءَ سان ۽ نرم گدين واريون ٿين، سي تارين کي سوگهي جهلڻ لاءِ ڪارگر هونديون آهن. هن جي وڌيڪ انفراديت واري جنس جو اکين، ڳلن ۽ لونڊڙين وارو حصو ايترو وڏيل آهي، جو سندس ڪوپري ڊيگهه کان وڌيڪ ويڪري پاسندي آهي. هن جو وڏو مٿو ۽ سرسيرڙي، سمجهه ڀين ساهوارن کان نمايان ٿئي ٿي. تارسيئر جوڙين ۾ رهندو آهي. هئي درجي جي جهنگ ۾ عام هئڻ جي باوجود ٻه ڏسڻ ۾ گهٽ ايندو آهي. ان ڪري انڊونيشيا وارن مٿس نالوئي رکيو آهي Binalanghantu جنهن جي معنيٰ Ghost Animal آهي.

**تارڪَش:** سون يا چانديءَ جي تند کي ڇڪي سنهڙي ۽ ڊگهي ڪندڙ اوزار کي تارڪش چئبو آهي. هي سونارڪي ڪم جو اوزار آهي. جيڪو لوهه مان ٺهيل ٿيندو آهي.

**تار ڪَشِي:** ڪپڙي جي تند کي ڇڪي، ڪپڙي ۾ گل ڦل بنائڻ جي هنر کي 'تارڪشي' چئبو آهي. تارڪشي پرت جو هڪ قسم آهي. گهڻو ڪري اهو پرت "ڇِڪني" يا "وائلي" جي ڪپڙي تي ٿيندو آهي.

**تارڪ، محمد هدايت علي 'نجفي':** مشهور عالم ۽ شاعر علامہ محمد هدايت علي نجفي "تارڪ"، 25 محرم الحرام 1312هه/ 1894ع ۾ لعلورائڪ ۾ ڄائو. سندس والد جو نالو فقير الهداد عرف تراب علي ٿنيو هو.



علامہ تارڪ کي فخرالشعراء، خادم الفقراء ۽ مجتهد العصر ڪن سواءِ هفت زبان شاعر جي لقبن سان ٻه ياد ڪيو وڃي ٿو. شاعر سان گڏ سٺو اديب ۽ ڪاتب ٻه هو. هن عمر جي مختصر عرصي ۾ 200 ننڍا وڏا ڪتاب لکيا، جن مان "ديوان تارڪ" سنڌي ادبي بورڊ 1989ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي ۽ ٻيا قلمي حالت ۾ آهن يا ناياب آهن. سندس ڪتابن مان 45 ڪتاب 'علامہ تارڪ لئبرري' گهوٽڪيءَ ۾ سيد اظهر گيلانيءَ مرحوم وٽ محفوظ رهيا. علامہ نجفي صاحب روزي نماز جو پابند هو. 9 مارچ 1939ع مطابق 17 محرم الحرام 1358 هجري تي هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪيائين. سندس درگاهہ تي هر سال محرم مهيني جي 17 تاريخ تي ساليانو ميلو (ٽي ڏينهن ۽ ٽي راتيون) عقيدت ۽ احترام سان لڳندو آهي. سندس شخصيت ۽ ڪلام تي نامياري اديب ۽ عالم ڊاڪٽر نواز علي شوق پي. ايڇ. ڊي ڪئي آهي.

**تارڪو:** تعلقي ٺري مير واهہ ۾ هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

تارڪو، تارڪو ننڍو، ويرو، حاجي رسول بخش پيرزادو، ڪِلو ڏڪڻ، گل حسن، الهه بخش ٻانيڻ، پير مفسر، رسول بخش ٻانيڻ، محمد صالح، الهڏنو ٻانيڻ، مينهون مير بحر، گل وارو، خميسو راڄپر ۽ عمر مانداڻ

**تارڪي:** ٺٽي ۽ ميرپورساڪري تعلقن ۾ ديهن جا نالا.

**تارن جو اپياس** (ناول): 'تارن جو اپياس يا آتو ميرچندائي' نالي سان، هي ڪرائون سائيز جي 170 صفحن تي مشتمل ناول، صاحب سنگهه چندا سنگهه شاهاڻيءَ جو لکيل آهي، جيڪو 1930ع ۾ ايڊيوڪيشنل پبلشنگ ڪمپني، ڪراچيءَ پاران ڪي. ٽي شهاڻيءَ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**تارڻ:** ڪاڪڙ پنڻن جي هڪ پاڙي جو نالو. شڪارپور وارن پنڻن ۾ ٻه "تارڻ" موجود آهن. جيڪي ناغڙ پنڻن مان آهن.

**تارُون:** مٿي جي چوٽيءَ وارو حصو، جتي ميڄالو هوندو آهي. وات جي ڇت واري حصي کي ٻه "تارون" چئبو آهي. ننڍڙي ٻار جو تارون ڇڙو ڏسجڻ ۾ ايندو آهي. تارونءَ واري هنڌ تي هڏي جو پوش ٽن سالن کان پوءِ ٺهندو آهي.

سنڌ ۾ وڏڙيون ٻار جو تارون ڏسي اندازو لڳائينديون آهن. جي اهو ڊٻيل هوندو آهي ته چونديون آهن ته ٻار کي سٽ آئي آهي. ان ڪري بيمار آهي. اهڙي وقت هو ڦوڪارو ڏياري/ ڏئي تارون مٿي ڪنديون آهن.

**تاريخ:** تاريخ عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي. جنهن جي لغوي معنيٰ 'وقت مقرر ڪرڻ' آهي. پر عام طور معنيٰ "قومن جي عام واقعن جو بيان يا تاريخي تسلسل جو بيان" ڪئي ويندي آهي. اهو مفهوم بادشاهن جي احوال ۽ واقعات نگاريءَ جي ڪتابن لاءِ ڪم آندو ويو آهي. "تاريخ" لفظ اهڙن ڪتابن لاءِ ٻه استعمال ٿيو آهي. جيڪي ان مفهوم سان ٺهڪندڙ نه آهن. جهڙوڪ البيرونيءَ جو هندستان جي احوال بابت "ڪتاب الهند"، جنهن ۾ گهڻو ڪري قديم سنڌ جي ڌار ڌار علمن بابت تفصيل موجود آهي.

ڪنهن خاص دَور يا زماني جي شروعات جو تعين، حادثن جي وقت جي تعين سان ڪيو ويندو آهي، جيئن مسلمانن وٽ تاريخ هجريءَ کان سواءِ ٻيون ٻه تاريخون مُستعمل آهن. مثال طور: "تاريخ عالم" يا "حضرت نوح عليہ السلام وارو طوفان". سنڌ ۾ وري اسلامي دور کان اڳ سنڌ جي خودمختياريءَ واري هڪ واقعي سان پنهنجي تاريخ جو آغاز ڪيو

لفظ "تاريخ"، سامي ٻولين ۾ مهيني جي پهرينءَ تاريخ واري ڏينهن لاءِ ٻه استعمال ٿيندو هو. ان دور ۾ هڪ ڏينهن سج لهڻ کان وٺي، ٻئي ڏينهن سج لهڻ تائين هڪ ڏينهن شمار ٿيندو هو.

تاريخ دراصل انسانيت جي محافظ آهي، جيڪا نه صرف قومن ۽ جماعتن جي بلڪ ڪل ڪائنات جي پوين تجربن جو رڪارڊ محفوظ رکي انسانن جي آڏو پيش ڪري ٿي ته جيئن انسان انهن تجربن جي روشنيءَ ۾ پنهنجي حال جو جائزو وٺي ۽ مستقبل ۾ پاڻ کي محفوظ رکي سگهن.

تاريخ جي رڪارڊ جي جائزي وٺڻ لاءِ ٽي نقطءِ نظر آهن:

(1) معروضي مطالعو يعني واقعا ۽ حالات جيئن ٻه گذريا هجن، انهن کي جيئن جو تيئن ڏسڻ.

(2) قوم پرستيءَ جو مطالعو يعني اهم واقعن کي ان نسل يا قوم يا ملڪ جي حمايت جي جذبي سان ڏسڻ.

(3) مقصدي ۽ اصولي يعني نسلي ۽ قومي تعصب پرستيءَ کان بالاتر ٿي، نسل انساني ۽ ان جي مختلف جزن جي ڪارنامن تي صحيح نموني تحقيق ڪري راءِ قائم ڪرڻ.

**تاريخ ادب اردو** (كتاب): اردو ادب جي هيءَ تاريخ ڊاڪٽر رام بابو سڪسينا هنديءَ ۾ لکي هئي، جنهن جو اردو ترجمو مرزا محمد عسڪريءَ ڪيو آهي. ڊيمي سائيز 605 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب غضنفر اڪيڊمي پاڪستان، ڪراچي طرفان ڇپيو ويو آهي ۽ ڪتاب جي قيمت 35 رپيا آهي. مصنف جي تمهيد ۽ مترجم جي گذارش کان پوءِ ڪتاب 19 بابن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ اردو زبان جي اصليت، رسم الخط، شاعري، اردو ادب جي دور وار تاريخ، اردو شاعريءَ جون عام خصوصيتون، دکن، اورنگ آباد، دهلي، لکنوءَ جي قديم شاعرن، اردو مرثيي، اردو جديد شاعري، اردو نثر جي ابتدا ۽ ترقي، اردو نثر جي وچئين دور، اردو ناول، ڊرامي ۽ اردو زبان جي خاص خوبين تي مشتمل آهي، ضميمي ۾ نظر لکنوي ۽ ڊاڪٽر محمد اقبال تي خاص تفصيل سان لکيو ويو آهي. هي ڪتاب اردو زبان ۽ ادب تي مستند تاريخ آهي.




**تاريخ ادبِ اردو** (كتاب): اردو ادب جي تاريخ تي مشتمل هي ڪتاب ناماياري اديب، ڊاڪٽر جميل جالبيءَ لکيو آهي، جيڪو ٻن جلدن ۾ ڇپيو آهي. ڊاڪٽر جميل جالبي پهرين جلد ۾ شروعات کان وٺي 1750ع تائين اردو ٻوليءَ جي تاريخ قلمبند ڪئي آهي. پهرين جلد ۾ تمهيد سان گڏ ڇهه فصل ۽ ضميمو آهي. پهرين فصل ۾ ٽي باب، ٻئين فصل ۾ چار باب، ٽئين فصل ۾ ٻه باب، چوٿين فصل ۾ اٺ باب، پنجين فصل ۾ ست باب، ڇهين فصل ۾ ٻه باب ۽ ضميمي ۾ "پاڪستان ۾ اردو" جي نالي سان پڻ تفصيلي بحث ڪيل آهي. جڏهن ته ٻئي جلد کي ڊاڪٽر جميل ٻن حصن ۾ ورهايو آهي ۽ انهن ٻنهي حصن ۾ اردوءَ جي ارڙهين صديءَ واري تاريخ بيان ڪئي وئي آهي. اردو جي ادب جي هن اهم ڪتاب جو پهريون جلد مجلس ترقي ادب لاهور طرفان 1995ع ۾ شايع ٿيو ۽ ٻيو جلد ٻن حصن ۾ ايجوڪيشنل پبلشنگ هائوس، دهليءَ طرفان شايع ٿيو. ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي هر جلد جي قيمت 200 رپيا ڇاپيل آهي.




**تاريخ اسلام** (كتاب): هن نالي سان سنڌيءَ ۾ ڇپيل هيٺين پنجن ڪتابن جو تفصيل ڏجي ٿو.

**تاريخ اسلام**[1]: مخدوم امير احمد صاحب جي لکيل، ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب ۾ 258 صفحا آهن. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو آر. ايچ. احمد اينڊ سنز اسٽينڊرڊ پرنٽنگ پريس حيدرآباد مان 1955ع ۾ ڇپيو. ٻيو ڇاپو سال 1962ع ۾ ڇپيو. ان موضوع تي هي ڪتاب پڻ شايع ٿيا:

**تاريخ اسلام**[2]: ڪريم بخش چنا جي لکيل ڪتاب جي قيمت 2 رپيا 25 پئسا آهي. هن ڪتاب جو ڇوٿون ڇاپو نسيم برادرس، قرآن پريس حيدرآباد مان 1966ع ۾ ڇپيو. ساڳئي ڪتاب جو ٻيو پاڱو به ساڳئي سال، قرآن پريس حيدرآباد ۾ ڇپيو جنهن ۾ 140 صفحا آهن ۽ ان جي قيمت ڏيڍ رپيو آهي.

**تاريخ اسلام**[3]: رشيد احمد لاشاريءَ جي لکيل ڪتاب جو پهريون پاڱو ڪرائون سائيز جي 250 صفحن تي مشتمل ايجوڪيشنل بُڪ ڊيپو حيدرآباد 1954ع ۾ ڇپيو. جڏهن ته ٻيو ڇاپو 1955ع ۾ شايع ڪيو.

**تاريخ اسلام**[4]: هي ڪتاب عبدالحسين موسويءَ جو لکيل آهي. سنڌ جي مشهور پبلشر آر. ايچ. احمد اينڊ برادرس حيدرآباد سنڌ 1950ع ۾ شايع ڪيو.

**تاريخ اسلام**[5]: عليم خان جي لکيل ڪرائون سائيز جي 108 صفحن واري ڪتاب جي قيمت چار رپيا آهي، اُن جو ٻيو ڇاپو تاج محل پريس، حيدرآباد مان، سال 1957ع ۾ ڇپيو.

**تاريخ اسلام**[6]: هيءُ ڪتاب ع.ق شيخ جو سيرت النّبي ۽ خلافت راشده تي سوالن ۽ جوابن ۾ لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ سوال به مصنف پاڻمرادو ڪيا آهن ۽ انهن جا مفصل ۽ تفصيلي جواب به ڏنا آهن. هي ڪتاب ٻن حصن ۾ ورهايل آهي، پهرين حصي ۾ عربستان جي جاگرافي، حضور صلي الله عليه وسلم جو خاندان، پاڻ سڳورن جي ولادت، نبوت، تبليغ، جنگيون، هجرت جو احوال کان ويندي هن فاني دنيا مان دارالبقا وڃڻ تائين جو احوال ڏنل آهي ۽ ٻئي حصي ۾ خلافت راشديه يعني چئني خليفن جي خلافت انهن جي دور تي مواد شامل آهي. حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جي نبوت کان پوءِ جيترين به جنگين ٿيون آهن، ويندي حضرت علي ڪرم الله وجهه تائين سيني جنگين بابت سوال جواب ڪيل آهن. هي ڪتاب پڪي جلد ، ڪرائون سائيز ۾ 307 صفحن تي مشمل آهي. هي ڪتاب ايجوڪيشنل بڪ ڊيپو اسڪول روڊ، حيدرآباد، پاران 1955ع ۾ شايع ٿيو جنهن جي قيمت 3 رپيا 12 پئسا لکيل آهي.

**تاريخ الفي** (كتاب): هن ڪتاب جو مصنف شهيد علامه احمد ٺٽوي رح آهي. علامه احمد ٺٽويءَ کي اڪبر بادشاهه حڪم ڪيو ته پهرين هجري سال کان وٺي اڪبر جي زماني تائين هڪ هزار سالن جي تاريخ لکي. اهو حڪم ٻڌي علامه صاحب "تاريخ الفي" جي نالي سان هجري سن جي آغاز کان وٺي چنگيز خان جي زماني تائين ٻن جلدن ۾ تاريخ قلمبند ڪري 32 جلوس اڪبر بادشاهه جي خدمت ۾ پيش ڪئي، انهيءَ تاريخ کي پوري ڪرڻ جي علامه صاحب کي فرصت ئي ڪانه ملي، ڇو ته اڪبروٽ هن جي عزت احترام ۽ اثر رسوخ ڏسي ڪيس شهيد ڪرايو ويو. اهو واقعو 1000هه بمطابق 1591ع ۾ ٿيو علامه احمد ٺٽويءَ سان صرف عالم هئڻ ڪري ئي تمام گهڻو تعصب ۽ حسد هوندو هو. پير حسام الدين راشدي، علامه صاحب جي باري ۾ لکي ٿو ته، "ملا عبدالقادر بدايوني تعصب ۾ احمد ٺٽويءَ بابت تمام گهڻو ناشائستو لکيو." هي ناياب ڪتاب اڃا تائين اڻ ڇپيل آهي. احمد بن ابو الفتح شريف اصفهانيءَ هن ڪتاب جي تلخيص (اختصار) ڪئي، پر اها به ڇپيل ناهي، البته هن جا ڪجهه حصا انگريزيءَ ۾ ڇپجي چڪا آهن.

**تاريخ القرآن** (كتاب): قاضي عبدالرزاق جي ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 62 صفحا آهن. ڇاپو پهريون عزت خان مدد خان ليٿو پرنٽنگ پريس، ڪراچيءَ، مان سال 1926ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**تاريخ القرآن** (كتاب): فيض محمد ۽ الله بخش جي گڏيل تصنيف جي ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 187 صفحا آهن ۽ ان جي قيمت 12 آنا آهي. ڪتاب جو ڇاپو پهريون سنڌ مسلم ادبي سوسائٽيءَ، مسلم ادبي پرنٽنگ پريس حيدرآباد مان سال 1936ع ۾ شايع ڪيو ويو.

**تاريخ امامت** (كتاب): هيءُ ڪتاب شير علي، علي ڏني جو لکيل آهي، جنهن ۾ اسماعيلي بزرگن جي امامن جا تفصيل ڏنل آهن. رايل سائيز جي هن ڪتاب جا 284 صفحا ۽ قيمت پنج رپيا آهي. ڪتاب جو ڇاپو پهريون، اسماعيليه ائسوسيئيشن ڪراچيءَ، 1952ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**تاريخ اور روايات** (اردو ڪتاب): ڊاڪٽر مبارڪ عليءَ جو هي اردو ڪتاب جبران بڪ ڪمپني حيدرآباد سنڌ پاران 1983ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو آهي. هن ڊيمي سائيز جي 109 صفحن جي ڪتاب جي اردو ڪتاب خود ڊاڪٽر مبارڪ عليءَ جي ڪيل آهي. هن ڪتاب ۾ اخلاقي ۽ ثقافتي قدرن، نسل، خاندان ۽ ذات پات، فياضي ۽ سخاوت، نمڪ حلالي، مجلسي آداب، فن تعمير، الناس عليٰ دين ملو ڪهم، هندستان ۾ فارسي، غير ملڪي اقتدار، ڇا نظريي جي جاڳرتا ممڪن آهي، تاريخ نويسي، تاريخ ڪيئن پڙهائجي، مسلمان حڪمران خاندان ۽ سندن زوال، اسلامي تاريخ يا مسلمانن جي تاريخ جهڙن موضوعن تي لکيو ويو آهي. تاريخ جي شاگردن لاءِ هي ڪتاب اهم آهي. هي ڪتاب ڊاڪٽر صاحب سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ شعبي تاريخ جي استاد واري عرصي ۾ لکيو هو.




**تاريخ اور روشني** (اردو ڪتاب): ڊاڪٽر مبارڪ عليءَ جو اردوءَ ۾ لکيل هي ڪتاب، نگارشات لاهور پاران 1986ع ۾ ڇپيو. ڊاڪٽر مبارڪ عليءَ هن ڪتاب ۾ تاريخ ۽ تاريخ جي فلسفي، تاريخ ۾ گردش جي نظريي، تاريخ جي مذهبي نظريي، تاريخ ۾ ترقيءَ جي نظريي، تاريخ جي مادي نظريي، تاريخ، تبديلي ۽ زباني تاريخ، تاريخ جي نقصانن ۽ فائدن، تاريخ ۽ عوام کان سواءِ پاڪستان ۾ تاريخ جي الميي تي لکيو آهي. هن ڪتاب جو مطالعو تاريخ جي شاگردن لاءِ وڏي اهميت رکي ٿو. ڊاڪٽر صاحب هي ڪتاب ان وقت لکيو هو، جڏهن هو سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ شعبہ تاريخ جو چيئرمين هو. ڊيمي سائيز جي 155 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت فقط 20 روپيا آهي.




**تاريخ اور فرقہ واريت** (اردو ڪتاب): ڊاڪٽر مبارڪ عليءَ جو هي اردوءَ ۾ ترتيب ڏنل ڪتاب نگارشات لاهور 1986ع ۾ ڇپايو. هن ڊيمي سائيز 144 صفحن تي مشتمل ڪتاب جي قيمت 20 رپيا آهن. هن ڪتاب ۾ ڊاڪٽر صاحب قديم هندستان جي تاريخ ۽ فرقيواريت بابت روميلا ٿاپر، وچئين دور جي تاريخ ۽ فرقيوارانہ نقطۂ نظر تي هربنس مکيا، جديد هندستاني مورخ ۽ فرقيواريت بابت بپن پندر، وچئين دور جي تاريخ ۽ فرقي پرست تي اصغر علي انجنيئر جا مضمون ترجمو ڪري ڏنا آهن. گڏوگڏ هن ڪتاب ۾ ڊاڪٽر مبارڪ جا پنهنجا بہ مضمون: "الميۂ تاريخ" ۽ "برصغير ۾ تاريخ نويسيءَ جا رجحان" بہ شامل آهن.




**تاريخ باب الاسلام سنڌ** (ڪتاب): هي ڪتاب ڊاڪٽر حبيب الله صديقيءَ جي تحقيقي تخليق آهي. صديقي صاحب هن ڪتاب جي مسودي کي ٻارهن بابن ۾ ورهايو آهي. پهرئين ۽ ٻئي باب ۾، سنڌ ۾ اسلام جي اشاعت ۽ ان جي عوام تي اثر جو ذڪر آهي. ٽئين باب ۾ "پاٽ" شهر جي تاريخ، چوٿين باب ۾ پاٽ ۾ صديقي خاندان جي آمد ۽ ان جا سبب، پنجين باب ۾ پاٽائي صديقي خاندان جو حسب نسب، ڇهين باب ۾ پاٽائي صديقين جا عربي اڪابر، ستين باب ۾ سهروردي صديقين جو ذڪر، اٺين باب ۾ سهروردي صديقين جي سنڌ ۽ هند ۾ آمد، نائين باب ۾ سمن جي دور ۾ اسلام جي اشاعت، ڏهين باب ۾ ارغون ۽ ترخان دور ۾ پاٽ جون حالتون ۽ يارهين باب ۾ برهان پور جي پاٽائي صديقين ۽ ٻين سنڌي اوليائن جو ذڪر آهي. هن پڪي جلد سان ڊبل ڪرائون سائيز واري ڪتاب جي قيمت 350 رپيا آهي. حبيب الله صديقي اڪيڊميءَ طرفان هيءَ ڪتاب 1996ع ۾ شايع ٿيو.




**تاريخ بخارا يا اخبارِ بخارا** (ڪتاب): هي ڪتاب ابتدائي دور کان چنگيز خان جي حملي تائين بخارا جي نهايت مستند ۽ حقيقت تي مبني تاريخ جو ڪتاب آهي. هن ۾ اهڙو ڪافي مواد آهي، جيڪو ٻئي هنڌ نہ ٿو ملي. ابوبڪر محمد نوشخيءَ 332هه/ 944ع ۾ هيءُ ڪتاب عربي زبان ۾ مرتب ڪيو. 522هه/ 1128ع ۾ قباوي نالي هڪ شخص ان جو فارسيءَ ۾ ترجمو ڪيو. جيڪي ڳالهيون ڪيس هن ڪتاب ۾ نامناسب لڳيون، تن کي هن ختم ڪري ڇڏيو ۽ ڪجھ ڳالهيون پنهنجي طرفان لکي ڇڏيائين. 574هه/ 1178ع ۾ محمد بن زفر بن عمر، قباويءَ ترجمي جي تلخيص ڪئي ۽ ڪتاب کي صدر جهان برهان الدين عبدالعزيز صدرالصدور بخارا جي نالي سان منسوب ڪري ڇڏيو. آخر ۾ ڪنهن ٻئي شخص ڪتاب ۾ چنگيز جي آمد تائين جي واقعن جو اضافو ڪري ڇڏيو. هيءُ ڪتاب بخارا ۽ تهران ۾ ڇپجي چڪو آهي ۽ يورپ ۾ ان جا ڪافي ترجما ٿي چڪا آهن.

**تاريخ بڪار جاگير** (ڪتاب): هن ڪتاب جو قلمي نسخو سنڌيءَ ۾ سيد نبي بخش شاهہ بڪاريءَ جي تاليف آهي. قلمي نسخي جو ڪاتب پڻ شاهہ صاحب پاڻ آهي. نهايت ئي سهڻو عربي سنڌي خط نسخ استعمال ڪيو ويو آهي. 9 x12 جي سائيز جو هيءُ ڪتاب 440 صفحن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جي لکڻ جي ابتدا 1 صفر 1367هه / 15 ڊسمبر 1947 تي ٿي ۽ ان جو اختتام 20 ذوالقعد 1367هه مطابق 24 سيپٽيمبر 1948ع تي ٿيو. هيءُ ڪتاب ڏهن بابن ۾ ورهيل آهي. شاهہ صاحب ڪتاب لکڻ جو مقصد هن ريت ڄاڻايو آهي:

"هن ڪتاب ۾ رضوي سيدن جي انهيءَ شاخ جو مفصل بيان ڪيو ويو آهي، جن کي وقت جي حڪمرانن طرفان "بڪار" وارو علائقو جاگير طور ڏنو ويو هو."

ڪتاب جي منڍ ۾ "ارشاد نامي" جي عنوان سان سيد رحم علي شاهہ فضل آباديءَ جو مقدمو آهي، جو پنهنجي جاءِ تي وڏيءَ اهميت وارو آهي. شاهہ صاحب مقدمي ۾ نهايت عالمانہ انداز ۾ تاريخ جي فن تي روشني وڌي آهي. ساڳئي وقت " رضوي سادات" جو مختصر مگر جامع تبصرو بہ ڏنو ويو آهي. مقدمي ۾ هيٺين تاريخي ڪتابن جا حوالا ملن ٿا، جن مان مقدمي نگار جي علميت ۽ تاريخ جي فن تي مهارت جو پتو پوي ٿو: ربيع الابرار، تاريخ الائمہ، مقدمہ ابن خلدون، تاريخ ڪامل ابن اثير، تاريخ ابوالفداء، روضۃالصفا، تاريخ خطيب بغدادي، بحارالانوار، حق اليقين، تاريخ طراز، تاريخ ناسخ وغيره. ان کان سواءِ حديث جي ڪتابن جا حوالا بہ ڏنا ويا آهن. هيءُ مقدمو 69 صفحن تي مشتمل آهي.

مقدمي کان پوءِ سڀ کان پهرين "رضوي سادات" جي خانداني احوال تفصيلي طرح ڏنو ويو آهي. اهو تذڪرو پنهنجي جاءِ تي نهايت قيمتي آهي ۽ ان مان ڪيترين ئي اهڙين ڳالهين ملن ٿيون، جن جو سنڌ جي تاريخ سان ڪافي ڳانڍاپو نظر اچي ٿو ازانسواءِ "بڪار" جاگير ۾ موجود مختلف ڳوٺن،

واهڻ ۽ قومن وغيره جو تاريخي پس منظر به بيان ڪيو ويو آهي. هن ڪتاب ۾ وقت جي بادشاهن، جهڙوڪ محمد شاهه، جهاندار ۽ بکر جي مغل گورنرن کان سواءِ ميان سرفراز خان ڪلهوڙي، مير سهراب خان ٽالپر ۽ انگريز حاڪمن جا جاگيرجي باري ۾ ڏنل فرمان به موجود آهن. بکر جي مغل گورنر، نواب سيد مير يعقوب علي خان رضويءَ جي باري ۾ پڻ ڪافي ذڪر ملي ٿو. آخر ۾ ڪتاب جي مؤلف مغل گورنر، نواب سيد نبي بخش شاهه بکاري روهڙي شهر جي باري ۾ هڪ سنڌي شعر ڏنو آهي، جنهن مان اهو ظاهر ٿئي ٿو ته شاهه صاحب شاعريءَ جو ذوق به رکندڙ هو. هيءَ قلمي نسخو، مؤلف جي فرزند سيد صالح شاهه، وڪيل، ساڪن روهڙيءَ وٽ محفوظ آهي.

**تاريخ بلوچي** (ڪتاب): هي ڪتاب فارسي نظم ۽ نثر ۾ عبدالمجيد جوکيي بکريءَ جو لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ ڪلهوڙن جي زوال ۽ ٽالپرن جي ڪمال جو ذڪر آهي. هن ڪتاب جو مصنف عبدالمجيد جوکيو آهي، جيڪو هڪ عالم ۽ استاد هو. هن "تاريخ بلوچي" فارسي نثر ۽ نظم ۾ گڏي لکي آهي. هن ڪتاب ۾ جيڪي واقعا نظم ۾ بيان ڪيا ويا آهن، تن مان ڪن ۾ پنهنجو سجو نالو "عبدالمجيد" ۽ ڪن ۾ پنهنجو تخلص "مجيدي" ڪم آندو اٿس. قطعه تاريخون لکڻ ۾ ڪيس وڏي مهارت حاصل هئي. مصنف هن ڪتاب ۾ ديباچي کان پوءِ فاتح سنڌ مير فتح علي خان ٽالپر جي شان ۾ هڪ قصيدو چيو آهي. ان کان پوءِ ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي حڪومت جي بيان سان گڏ ميان غلام شاهه جي وفات تي قطعه تاريخ پڻ چيل آهي. ميان سرفراز جي حڪومت جي بيان سان گڏ مير بهرام خان ۽ مير صوبدار خان جي شهادت جو ذڪر پڻ آهي. ان کانسواءِ هڪ باب حڪومت ميان خان محمد ڪلهوڙو، مير بجار خان جي حج تان واپسي، حڪومت ميان عبدالنبي، وفات راجو ليڪي، مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي ۽ مير بجار جي ملاقات، لانياريءَ واري جنگ ۽ ميان غلام نبي جي قتل، محمد سرفراز کي پاءُ، پٽ ۽ نوڪر سميت عبدالنبي جو قتل ڪرائڻ، ميان عبدالنبي جي حڪومت، عزت يار خان سان جنگ، تاريخ تعمير قلعه مير ڳڙهه، مير بجار خان جي شهادت، قلعه ڪانجيءَ جي جنگ، اميران سنڌ جي شهادت، هالاڻيءَ جي جنگ لاءِ تيار ٿيڻ، هالاڻيءَ جي جنگ ۾ ٽالپرن جي فتح، مير فتح علي خان جي حڪومت ۽ وفات، مير غلام علي خان جي حڪومت، مير ٺاري سان جنگ، ۽ شاهه شجاع جو سنڌ ۾ اچڻ پڻ شامل آهن. 'تاريخ بلوچي' جو مسودو اصل فارسيءَ ۾ قلمي صورت ۾ محمد عابد نالي ڪاتب جو لکيل آهي. ان هي مسودو 19 رجب 1269ھ (28 اپريل 1853ع) ۾ نقل ڪيو آهي، جنهن تان ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ سيد خضر نوشاهيءَ ترتيب ڏئي شايع ڪرايو. مصنف، مير علي شير قانع ۽ سيد عظيم الدين ٺٽويءَ جو همعصر آهي.




سيد خضر نوشاهيءَ هن ڪتاب جي نظم ۽ نثر جي متن جو فارسيءَ مان اردو ترجمو به ڪيو آهي. هن پڪي جلد ۽ ڊيمي سائيز ڪتاب ۾ 200 صفحا آهن ۽ ان جي قيمت 200 روپيا آهي. هي ڪتاب ڪلهوڙا سيمينار ڪميٽي، ڪراچيءَ پاران 1996ع ۾ شايع ٿيو.

**تاريخ بهاولپور** (ڪتاب): هن ڪتاب جو مصنف مبارز الدوله پير ابراهيم قصوري آهي، جنهن 1794ع ۾ جنم ورتو هو. موصوف 1817ع ۾ رنجيت سنگهه وٽ ملازم ٿيو. ترت ئي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ دهليءَ ويو ۽ 1837ع ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي ملازمت ۾ داخل ٿي، ايجنٽ طور بهاولپور ۾ آيو. سکن واري پهرينءَ لڙائيءَ ۾ نمايان ڪردار ادا ڪيائين، جنهن جي صلي ۾ 'خلعت' ۽ 'خانبهادر' جا لقب حاصل ڪيائين. 1848ع ۾، بهاولپور کان فوج وٺي مسٽر هربرٽ ايڊورڊ جي امداد لاءِ ملتان ويو. جنهن "A Year on the Punjab Frontier" نالي ڪتاب ۾ سندس وڏي واکاڻ ڪئي آهي. 1851ع ۾ لنڊن ويو، جتان 1852ع ۾ بيمار ٿي واپس وريو. بهاولپور پهچڻ تي ڪيس "مبارزالدوله" جو خطاب مليو. 1859ع ۾ سندس انتقال ٿيو.

هن هي ڪتاب "تاريخ بهاولپور" ڪئپٽن ڪننگهام جي فرمائش تي، مرتب ڪيو، جنهن جو ترجمو، شهامت علي 1848ع ڌاري، انگريزيءَ ۾ ڪري لنڊن مان شايع ڪرايو. سنڌ جي تاريخ تي ان ۾ چڱو مواد موجود آهي.

**تاريخ تازه نواءِ معارڪ** (ڪتاب): منشي عطا محمد شڪارپوريءَ جي هيءَ فارسيءَ ۾ لکيل تاريخ، عبدالحي حبيبي افغانيءَ جي تصحيح، حاشين ۽ تعليقات سان، سنڌي ادبي بورڊ، پهريون ڀيرو 1959ع ۾، نئين سنڌ پريس، وڪٽوريا روڊ ڪراچيءَ مان ڇپائي پڌري ڪئي، جنهن جو مهاڳ، مشهور تاريخدان پير حسام الدين راشديءَ لکيو هو. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب جي قيمت 20 رپيا آهي. هن ڪتاب ۾ ٽالپرن جي دور ۾ سنڌ تي افغانن جي حملن جو اکين ڏٺو احوال، خاص ڪري 'ڪرڙيءَ جي جنگ' جو تفصيل ڏنل آهي. هيءَ ڪتاب، سنڌ جي تاريخ جو اهم ماخذ آهي. منشي عطا محمد، شاهه شجاع جي دربار ۾ منشي هو ۽ اُن هيءَ ڪتاب شڪارپور ۾ ويهي لکيو.




منشي عطا محمد شڪارپوريءَ جي فارسي ڪتاب "تاريخ تازه نواءِ معارڪ" جو سنڌي زبان ۾ برک شاعر ۽ اديب نياز همايونيءَ "تازن معرڪن جي تاريخ" جي نالي سان ترجمو ڪيو آهي. سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪندڙ نياز همايونيءَ ڪتاب کي وڌيڪ آسان ڪرڻ لاءِ اُن ۾ ڪيترا اضافا به ڪيا آهن. هي ڪتاب اڻويهين صديءَ جي سنڌ- افغان لاڳاپن ۽ انگريزن جي سنڌ تي حاڪميءَ جي ابتدائي مرحلي بابت اهم ماخذ آهي. جيئن ته ڪتاب جو ليکڪ سنڌ جو رهاڪو هو ۽ ڪيترائي سال ٽالپرن، تيموري افغان حڪمرانن سان سنڌ، ڪابل، قنڌار، هرات ۽ پشاور تائين گڏ رهيو هو. ان ڪري هن ڪتاب ۾ گهڻا اکين ڏٺا واقعا به قلمبند ٿيل آهن. ڪتاب جي مصنف بابت محققن جا مختلف رايا رهيا آهن، پر هيءَ تصنيف هڪ معياري حيثيت رکي ٿي. هن ڪتاب تي پير حسام الدين راشديءَ جو تاثر به لکيل آهي، سنڌي ترجمي جي نظرثاني ڪندڙ، ڊاڪٽر حبيب الله صديقي جا به اکر به شامل آهن. هي ڪتاب ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. هڪ حصي ۾ ڪتاب جو اصل متن، جنهن ۾ نادر شاهه جي اقتدار ۽ تيمور شاهه جي پٽ محمد شاهه جي زوال کان وٺي ميرن جي حڪومت جو ذڪر ۽ ميرن ۽ افغانن جا سياسي واقعا قلمبند ٿيل آهن. ان کان سواءِ انگريزن جي سنڌ تي قبضي، ميرن جي جاگيرن ۽ ملڪيتن جي ضبطين بابت احوال پڻ آهي. حصي ٻئي ۾ تعليقات شامل آهن. جن ۾ سيني سپهه سالارن ۽ حڪمرانن جون سوانح عمريون ڏنيون ويون آهن.

آخر ۾ ڪتاب جي ڏسٽي پڻ ڏني وئي آهي. هن ڪتاب ۾ ناياب شجرا پڻ ڏنا ويا آهن، جن ۾: نادر شاهه افشار، ابدالين جو شجرو، سدوزئي (ابدالي) بادشاهن جو شجرو، ڪلهوڙا خاندان جو شجرو، ٽالپر خاندان جو شجرو،

سرهندي پيرن جو شجرو، راشدي پيرن جو شجرو، قلات جي خانن جو شجرو ۽ ڪجهه ٻيا شجرا ڏنا ويا آهن. هن ڪتاب ۾ 60 جي لڳ ڀڳ ناياب تصويرون پڻ ڏنيون ويون آهن. هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ ”تازن معرڪن جي تاريخ“ جي نالي سان 2005ع ۾ شايع ڪرايو آهي. هن ڊيمي سائيز پڪي جلد ۽ 605 صفحن جي ڪتاب جي قيمت 470 رپيا آهي. مرحوم نياز همايونيءَ هن ڪتاب جو تفصيلي مقدمو لکي، ڪتاب جي اهميت ۾ واڌارو ڪيو آهي.

**تاريخ تمدن سنڌ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ جي مشهور تاريخدان رحيمداد خان مولائي شيدائيءَ جو سنڌ جي قديم تمدن تي لکيل آهي. ليکڪ هن ڪتاب بابت لکي ٿو ته ”اسان وٽ هن وقت سنڌ جون جيڪي به



تاريخون موجود آهن سي راءِ گهراڻي 450ع کان شروع ٿين ٿيون. ان کانسواءِ انهن تاريخن ۾ تمدن سنڌ متعلق مفصل بيان ڏنل ڪونه آهي. اهڙي خامي کي مٽائڻ لاءِ مون هي ڪتاب تصنيف ڪيو آهي.“ جيئن ته سنڌ جو تمدن تاريخ جي دور کان اڳ نينوا، ايشيا، بابل، ميهفس، ٿيبس ۽ صور (ٽائر) سان وچي ڳنڍجي ٿو اهڙيءَ طرح هي ڪتاب سنڌ جي تمدن بابت مفصل ڪتاب آهي. مصنف ٻڌايو آهي ته سنڌ جي تمدن بابت سرجان مارشل، مسٽر مئڪي، مسٽر وهيلر ۽ مسٽر سرالي سٽو ڪم ڪيو آهي، هن ڪتاب کي لکڻ وقت به انهن صاحبن جي ڪتابن مان مدد ورتي وئي آهي. هي ڪتاب ٽن حصن تي مشتمل آهي. پهرين حصي ۾ 500 ق.م کان وٺي 710ع اسلامي ڪاهه جي زماني تائين جو ذڪر آهي ۽ ان ۾ ست باب آهن. باب پهرئين ۾ قديم دور، باب ٻئي ۾ آريائي دور، باب ٽئين ۾ برهمڻ دور، باب چوٿين ۾ جين ۽ ٻڌ ڌرم دور، باب پنجين ۾ ايراني دور، باب ڇهين ۾ يوناني دور، باب ستين ۾ وچئين دور جو احوال آهي. ڪتاب جي حصي ٻئي ۾ 3 باب آهن. باب پهرئين ۾ برهمڻ دور، باب ٻئي ۾ عربي دور ۽ باب ٽئين ۾ غزنوي، غوري، غلام، خلجي، تغلق ۽ سومرن جي دور جو تفصيل آهي. اهڙيءَ طرح هن ڪتاب جي حصي ٽئين ۾ به ٽي باب آهن. باب پهرئين ۾ سما، ارغون ۽ ترخان دور، باب ٻئي ۾ مغل ۽ ڪلهوڙا دور ۽ باب ٽئين ۾ ٽالپري دور جو ذڪر آهي. رايل سائيز جي هن ڪتاب جا 628 صفحا آهن ۽ قيمت 12 رپيا 8 آنا ۽ 628 صفحا هئا، جيڪو سنڌ يونيورسٽيءَ پريس حيدرآباد مان، سال 1959ع ۾ ڇپيو. جڏهن ته سنڌالاجي پاران 1995ع ۾ ان ڪتاب جو ٻيو ڇاپو شايع ڪيو ويو. جيڪو ڊيمي سائيز جي 783 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن جي قيمت 275 رپيا آهي.



**تاريخ جا اڏيندڙ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب محمد بخش سومري جو ترجمو ڪيل آهي، جيڪو سنڌيڪا اڪيڊميءَ پاران 1197ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ 580 صفحا آهن ۽ قيمت ٻه سئو رپيا لکيل آهي. ڪتاب ۾ انساني تاريخ جي ڦير گهير، انسان کي غلام بڻائي رکڻ، تاريخ جي ٺهڻ، ڊهڻ ۽ ٻي اهڙيءَ سموري سرگرميءَ سميت تاريخ تي اثر انداز شخصيتن بابت گهڻو مواد هڪ برطانوي ليکڪ جي ڪتاب ”Makers of History“ تان ورتل آهي. جڏهن ته آمريڪي ليکڪ مائڪل ايچ. هارٽ جي ڪتاب ”The 100“، جميل احمد خان جي ڪتاب ”Hundred Great Muslims“ ۽ پروفيسر ايم. شريف جي ڪتاب ”History of Muslim Philosophy“ تان به ڪجهه مضمون ترجمو ڪري شامل ڪيا ويا آهن.

**تاريخ جا ٻه ورق** (ڪتاب): هي ڪتاب، مولانا سيد ابوالاعليٰ مودوديءَ جي ڪتاب ”تنقيحات“ جي هڪ مقالي ”انساني قانون اور الاهي قانون“ جي آزاد ترجمي تي مشتمل آهي، جنهن ۾ ڄاڻايل آهي ته ڊسمبر 1933ع کان اڳ آمريڪا ۾ شراب تي پابنديءَ دوران ڇا وهيو واپريو ۽ حڪومت ڪيئن ناڪام ٿي ۽ ٻئي پاسي رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي زماني ۾ شراب تي پابنديءَ جا ڪهڙا سٺا نتيجا نڪتا ۽ اسلامي حڪومت ڪيئن ڪامياب ٿي. ٻين لفظن ۾ انساني قانون ۽ الاهي قانون جو فرق سمجهايو ويو آهي. ڪتاب تي به اکر ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي مرحوم لکيا آهن. هي ڪتاب جون- آگسٽ 1989ع ۾ سنڌي ساهت سوسائٽي لاڙڪاڻي/ شڪارپور طرفان ڇپائي پڌرو ڪيو ويو.

**تاريخ جاتي** (ڪتاب): جاتي تعلقي جي تاريخ بابت هيءُ ڪتاب ناميارا اديب رسول بخش تميميءَ جو لکيل آهي. هن ڪتاب جو انتساب نالي واري اديب ۽ استاد عزيز جعفراڻيءَ جي نالي ڪيل آهي. ڪتاب ۾ پروفيسر قلندر شاهه لڪياري ۽ عبدالقادر منگيءَ جا تاثر شامل آهن. هي ڪتاب يارهن بابن تي مشتمل آهي. باب پهرئين ۾ ٺٽي ضلعي جو تعارف آهي، باب ٻئي ۾ جاتي تعلقي جو جاگرافيائي جائزو، باب ٽئين ۾ تاريخ ۽ آثار قديمه، باب چوٿين ۽ باب پنجين ۾ جاتي جي تعليم، باب ڇهين ۾ شاعري ۽ اديب، باب ستين ۾ لوڪ ادب ۽ سگهڙ، باب اٺين ۾ اولياءَ، فقراءَ، عالم ۽ فاضل، باب نائين ۾ جاتيءَ جو سياسي جائزو، باب ڏهين ۾ جاتي جا مشاهير، باب يارهين ۾ سياسي سماجي شخصيتن جو ذڪر ڪيل آهي. ان کان علاوه ڪجهه مواد ضميمي طور شامل آهي، جاتيءَ جي ڪجهه خاندانن جا شجرا به ڏنل آهن. ڪتاب جي آخر ۾ ببلوگرافي ۽ ڏسٽي پڻ شامل آهي. 226 صفحن تي مشتمل، ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 35 رپيا آهي، هي ڪتاب مغلپين ادبي سوسائٽي، جاتيءَ پاران حيدري پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان 1987ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

**تاريخ جا وساريل ورق** (ڪتاب): ڪامريڊ سوڀي گيانچنداڻيءَ جي اخباري ڪالمن جو مجموعو ”تاريخ جا وساريل ورق“ سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد سنڌ پاران، سيپٽمبر 1992ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. ڊيمي سائيز جي 120 صفحن واري هن ڪتاب جي قيمت 45 رپيا آهي. ڪتاب جو مهاڳ انور پيرزادي جو لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ ڪامريڊ سوڀي جا 27 ڪالم آهن، جن ۾ سنڌ ۽ پاڪستان جي سياسي تاريخ جي ڪيترن ڪردارن ۽ تحريڪن جي ذڪر سان گڏ سوشلزم ۽ ڪميونزم جي آئيندي، ٻن مهاڀاري لڙاين، عراق ۽ نار واري جنگ، فلسطين جي سرزمين تي يهودي رياست جي قيام سميت ڪيترن عالمي واقعن تي روشني وڌل آهي.

**تاريخ جو سفر** (ڪتاب): تاريخ جي موضوع تي اردو ٻوليءَ جي ناميارِي ليکڪ ڊاڪٽر مبارڪ علي جي هن ڪتاب جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ابوبڪر شيخ ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ تاريخ جي موضوع تي ڊاڪٽر مبارڪ عليءَ جا 29 مختلف مضمون شامل آهن. مترجم ڪتاب بابت لکيو آهي ته، "ڊاڪٽر مبارڪ علي جو هي ڪتاب تاريخ کي سمجهڻ ۾ نهايت اهم ڪردار ادا ڪري ٿو. هن ڪتاب ۾ تاريخ تي انساني زندگيءَ جي ڳانڍاپن ۽ پونڊڙ اثرن جو تجزياتي ۽ سائنسي بنيادن تي تبصرو ڪيو ويو آهي."

ڊيمي سائيز جي ڪچي جلد سان هي ڪتاب، نيو فيلڊس پبلڪيشن حيدرآباد پاران 1992ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو آهي. 152 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 45 رپيا آهي.

**تاريخ جو ڪچرو** (ڪتاب): هيءُ ڪتابڙو ناميارِي شاعر شمشيرالحيدري جي شاعريءَ جو سنڌس پهرئين شعري مجموعي "لاٽ" کان پوءِ هي ڪتاب سنڌس ٻيو مجموعو آهي. هن ڪتابڙي ۾ شمشير الحيدري جا نظم ۽ بيت شامل آهن. اعلان حق پبليڪيشن بدين پاران، 1995ع ۾ شايع ٿيل ڊيمي ڪچي جلد سان، 30 صفحن واري هن ڪتاب جي قيمت 10 روپيا آهي.

**تاريخ جو ڪفن**: هي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي نامور ڪهاڻيڪار امر جليل جي ڪهاڻين تي مشمل آهي، جنهن ۾ سنڌس ڏهه شاهڪار ڪهاڻيون شامل آهن.

هي ڪتاب پهريان نيو فيلڊس پبليڪشن طرفان 1991ع ۾ شايع ڪيو ويو، جنهن ۾ 132 صفحا ۽ قيمت 60 رپيا ڄاڻايل آهي. جڏهن ته بعد ۾ ڪتاب جا چار ڇاپا مارڪيٽ ۾ آيا، هن ڪتاب ۾ 119 صفحا شامل آهن. رنگين ٽائيٽل، جلد پڪي سان هي پنجون ڇاپو روشني پبليڪشن طرفان 1999ع ۾ شايع ڪيو ويو.

**تاريخ جون سورهيه شهزاديون** (ڪتاب): هي ڪتاب ناميارِي ليکڪ ۽ ترجمي نگار حسين بخش لغاريءَ جو مرتب ڪيل آهي. هن ڪتاب ۾ 17 نامور مغل شهزادين جو ذڪر آهي، جن ۾ (1) امة الحبيب (حميده بانو بيگم)، (2) عظمت النساء، (3) فخر النساءِ بيگم، (4) شاهه بيگم پارسا، (5) سلطانه رضيه بيگم، (6) آغا بيگي، (7) حاجي بيگم، (8) حميده بانو بيگم، (9) سليم سلطانه بيگم، (10) نور جهان، (11) آرام دل، (12) بهار بانو بيگم، (13) ممتاز محل، (14) اعزاز النساءِ بيگم، (15) ثريا بانو بيگم، (16) جهان آرا بيگم ۽ (17) روشن آرا بيگم شامل آهن. جيڪي پنهنجي ذهانت ۽ حسن سبب مشهور هيون. هن ڪتاب جو مهاڳ نصير مرزا لکيو آهي. ڪتاب جي اڳين اندرين صفحن تي مرتب جون ڪجهه




رنگين تصويرون به ڏنل آهن. جلد پڪي، رنگين ٽائيٽل ۽ ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ 170 صفحا آهن. هي ڪتاب گلشن پبليڪيشن حيدرآباد پاران 2004ع ۾ شايع ٿيو ۽ قيمت 120 رپيا آهي.

**تاريخ جهان ڪشاي جويني** (ڪتاب): هن فارسي ڪتاب جو مؤلف علاءِ الدين عطا ملڪ جويني (623هه مطابق 1226ع کان 689 هه مطابق 1290ع) آهي. هي هلاڪو خان جي درٻار سان وابسته هو ۽ بغداد جي تباهيءَ کان پوءِ اتي جو حاڪم مقرر ٿيو. عطا ملڪ جويني پنهنجي تصنيف "تاريخ جهان ڪشاي جويني" کي ٽن جلدن ۾ ورهايو آهي. پهرين جلد ۾ منگولن ۽ چنگيز خان جو ذڪر آهي. ٻئي جلد ۾ خوارزم شاهه جي تاريخ ۽ ٽئين جلد ۾ ايران جي تاريخ قلمبند آهي. هي ڪتاب لکندي مستند ماخذن کي نظر ۾ رکيو ويو آهي. هيءُ ڪتاب تمام اهم تاريخي دستاويز آهي. هن ۾ تقريباً اکين ڏٺو احوال قلمبند ڪيل آهي. ايغوري ۽ تاتاري لفظن جو فارسي ۾ استعمال سڀ کان پهرين هن ڪتاب ۾ ٿيو آهي. هي ڪتاب عطا ملڪ جويني 659 هه بمطابق 1260ع ۾ تاليف ڪيو. هن ڪتاب ۾ سنڌ جو به تذڪرو موجود آهي.

**تاريخ جي تعليم جا اُصول** (ڪتاب): هي ڪتاب محمد الياس رضويءَ جو لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ تاريخ تي بحث ڪيو ويو آهي، انهن ۾: تاريخ ڇا آهي؟ تاريخ ۽ سائنس ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ تاريخ ڪيئن پڙهجي، ڪيئن لکجي؟ تاريخ لکڻ جا طريقا وغيره ٻڌايل آهن. رنگين ٽائيٽل، 108 صفحن ۽ ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب جي قيمت -/70 روپيه آهي. هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ ڄامشوري پاران 2006ع ۾ شايع ٿيو.

**تاريخ جي ڪٽهڙي ۾** (ڪتاب): ليکڪ اڪرام ساگر عباسيءَ جو هيءُ ڪتاب، سنڌ پبلشنگ هائوس ڪراچيءَ پاران ڊسمبر 1996ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. ڊيمي سائيز 104 صفحن جي هن ڪتاب جي قيمت 40 رپيا آهي. هن ڪتاب ۾ ليکڪ سنڌ جي تاريخ جي انهن ڪردارن تي روشني وڌي آهي، جن جي غلط ڪمن سبب سنڌ ۽ سنڌين ڏکيا ڏينهن ڏٺا. اهڙن ڪردارن ۾ ڪاڪو چنو (عرب دور)، چنيسر سومرو (سومرا دور)، ميان نور محمد ڪلهوڙو، راڄو ليکي، تاجو ليکي، ميان عبدالنبي ڪلهوڙو (ڪلهوڙا دور)، نائون مل، مير علي مراد خان ٽالپر (انگريز دور)، خانبهادر محمد ايوب کهڙو، پير علي محمد شاهه راشدي ۽ ٻيا شامل آهن. ليکڪ انهن مڙني شخصن جون حقيقت تي ٻڌل ۽ ثبوتن جي آڌار تي ڳالهيون آنديون آهن.




**تاريخ چراغ هدايت المعروف به بهره ور شاهي** (قلمي نسخو): هي فارسي ٻوليءَ جي تصنيف ٺٽي جي عريضي سبزواري خاندان جي نامور شاعر ۽ تاريخدان مير ابوالبقا بهره ور علي الحسيني العريضي السبزواري جي آهي. مير ابوالبقا بهره ور جو ڏاڏو مير عبدالله سلطان ولد مير ابوالمڪارم بن غياث الدين محمد المعروف به سلطان رضائي العريضي السبزواري (هي بزرگ 'حبيب السير' جي مصنف غياث الدين

خواند امير جو ڏهٽو هو). شاهجهان جي دور ۾ ٺٽي اچي آباد ٿيو مير ابوالبقا ابتدائي تعليم حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ فن شاعري ۾ مير حيدرالدين ابو تراب 'ڪامل' ڪي پنهنجو استاد قبوليو. مير ابوالبقا جي تصنيفن ۾ هڪ فارسي زبان ۾ 'ديوان بهره ور' ۽ ٻيو 'تاريخ چراغ هدايت المعروف به بهره ور شاهي' ميسر ٿين ٿيون.

مير ابوالبقابهره ور علي الحسيني عريضي سبزواري پنهنجي تصنيف 'تاريخ چراغ هدايت المعروف به بهره ور شاهي' کي سورهن بابن ۾ ورهايو آهي. جن جو تفصيل هن ريت آهي:

**باب پهريون:** حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم ۽ اولاد جو احوال؛
**باب ٻيو:** سيدة النساءِ بيبي فاطمة الزهره عليها الصلواة والثنا ۽ اولاد جو احوال؛
**باب ٽيون:** حضرت علي ابن ابي طالب عليه السّلام ۽ اولاد جو احوال؛
**باب چوٿون:** حضرت امام حسن عليه السّلام ۽ اولاد جو احوال؛
**باب پنجون:** حضرت امام حسين عليه السّلام ۽ اولاد جو احوال؛
**باب ڇهون:** حضرت امام زين العابدين عليه السّلام ۽ اولاد جو احوال؛
**باب ستون:** حضرت امام محمد باقر عليه السّلام ۽ اولاد جو احوال؛
**باب اٺون:** حضرت امام جعفر صادق عليه السّلام ۽ اولاد جو احوال؛
**باب نائون:** حضرت موسيٰ ڪاظم عليه السّلام ۽ اولاد جو احوال؛
**باب ڏهون:** حضرت امام علي موسيٰ رضا عليه السّلام ۽ اولاد جو احوال؛
**باب يارهون:** حضرت امام محمد تقي عليه السّلام ۽ اولاد جو احوال؛
**باب ٻارهون:** حضرت امام علي نقي عليه السّلام ۽ اولاد جو احوال؛
**باب تيرهون:** حضرت امام حسن عسڪري عليه السّلام ۽ اولاد جو احوال؛
**باب چوڏهون:** حضرت امام مهدي عليه الصلواة والسّلام جو احوال؛
**باب پندرهون:** عريضي سبزواري ساداتن جو سنڌ ۽ هند ۾ آباد ٿيڻ جو احوال؛
**باب سورهون:** احوال عبرت آميز حقيقي واقعات (هن باب ۾ صوفي شاهه عنايت شهيد جي شهادت جو مڪمل واقعو پڻ بيان ڪيل آهي).

مير ابوالبقا بهره ور علي پنهنجي تصنيف "تاريخ چراغ هدايت المعروف به بهره ور شاهي" ۾ عريضي سبزواري ساداتن بابت مڪمل ڄاڻ ڏني آهي ۽ عريضي سبزواري سادات سنڌ ۽ هند ۾ ڪڏهن ۽ ڪيئن آباد ٿيا، ان تي پڻ بحث ڪيو اٿس. ان سان گڏوگڏ عريضي سبزواري ساداتن جا شجرا پڻ پنهنجي تصنيف ۾ شامل ڪيا آهن. آخري سورهين باب ۾ ٻين واقعن سان گڏوگڏ مصنف جهوڪ واري حضرت شاهه عنايت جي شهادت



جو سربستو احوال پڻ قلمبند ڪيو آهي ۽ ان ۾ ڪو شڪ نه آهي ته شاهه عنايت شهيد جي شهادت جو پهريون ماخذ هي ڪتاب آهي. ان ڪانسواءِ سچي تصنيف ۾ مناجات، نعت، قصيدا وغيره شامل آهن. مير ابوالبقا تصنيف جو سال هڪ قطعه تاريخ جي مدد سان تصنيف جي مقدمي ۾ 1130هه(1718ع) ڄاڻايو آهي. مير ابوالبقا شاهه عنايت شهيد جي شهادت جو چشم ديد گواهه آهي، جو ته 15 صفر المظفر 1130هه (7 جنوري 1718ع) تي شاهه شهيد جي شهادت جو واقعو ٿيو ۽ مير ابوالبقا انهيءَ سال هي تصنيف تيار ڪئي. پر افسوس جو هن تاريخي ڪتاب تي ڪنهن به تاريخدان جي نظرئي نه وئي آهي. مير ابوالبقا بهره ور جي هن تصنيف جو هڪ قلمي نسخو 'فريئر نامه' جي مصنف مير ميان يار محمد خان ابن مير ڪرم علي خان ٽالپر آخوند محمد صالح ولد آخوند گل محمد کان 4 جمادي الاول 1279هه (28 آڪٽوبر1862ع) ۾ نقل ڪرايو. ٻه سؤ پنجاهه صفحن جي هن قلمي ڪتاب جي آخر ۾ ترقيمه واري عبادت (ڪاتب جو نوٽ) هي لکيل آهي:

"حسب الارشاد فيض رشاد ماهه آسمان سلطنت و سروري سروسرو بوستان خلافت و برتري مهر سپهر عظمت قمر انوار حشمت بلند شوڪت عظيم الشان والاهمت عالي مڪان مير صاحب والا مواهب مير ميان يار محمد خان صاحب ادام اقباله واجلاله از دست حقير پر تقصير بري اعمال طالع آخوند محمد صالح ولد آخوند گل محمد مرحوم بروز سه شنبه وقت دوپاس روز مورخه تاريخ چهارم شهرجمادي الاول 1279هه حسن انصرام و صورت سرانجام يافت".

هن وقت ان نسخي ڪانسواءِ سنڌ ۾ هن جا ٻيا گهڻا نسخا ڪٿي موجود آهن. تن بابت ڪجهه چئي نه ٿو سگهجي. اهو نسخو اڃا تائين قلمي صورت ۾ آهي ۽ ٽنڊي آغا جي ميرزائن مان ميرزا عباس علي بيگ جي ڪتب خاني ۾ موجود آهي. "تاريخ چراغ هدايت" جو هي مستند نسخو اصلوڪي صورت ۾ تفصيلي مقدمي سان نوجوان ليکڪ صفدر حسين ميرزا 'سيفي' ترتيب ڏئي ڇپڪو آهي.

**تاريخ چا آهي** (ڪتاب): هي ڪتاب اردو جي نامور ليکڪ 'باري عليگ' جو لکيل آهي. جنهن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو عمر ميمڻ ڪيو آهي. هي ڪتاب تاريخ جي موضوع تي آهي ته تاريخ ڪيئن لکجي؟ تاريخ ڇا آهي؟ ان جي تڪ تور ڪيئن ڪجي؟ تاريخ لکڻ لاءِ ڪهڙيون ڳالهيون ضروري آهن ۽ تاريخون ڇو لکيون وينديون آهن. هن ڪتاب جي شروع ۾ تاريخ تي تفصيلي بحث ڪيل آهي، ان ڪان پوءِ لاڳاپيل عملن بابت بحث ڪيل آهي، اڳتي مصنف تاريخ جا جزا بيان ڪندي رپورٽر ۽ مؤرخ تي بحث ڪري ٿو ته اهي تاريخ جا اهم جزا آهن. ان ڪان پوءِ سوانح نگاري تي روشني وڌل آهي ته سوانح نگاري تاريخ جو اهم دستاويز آهي. ٻين عنوانن ۾ تاريخ نويسي، تاريخ جو معاشي نظريو يا تاريخي ماديت، بيان ڪيل آهي. جڏهن ته ڪتاب جي آخري حصي ۾ مختلف شخصيتن جا تاريخ بابت رايا ۽ بحث ڏنل آهن. جن ۾ هيگل، مارڪس ۽ اوسوالڊ شپنگلر وغيره شامل آهن. جلد ڪچي ۽ ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 150 صفحا آهن ۽ قيمت 12 رپيا آهي. هي ڪتاب عظمت ادبي اڪيڊمي حيدرآباد پاران 1985ع ۾ شايع ٿيو.

**تاريخ خاصخيلي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب رحيمداد خان مولائي شيدائيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب جا 96 صفحا آهن ۽ قيمت ٻه رپيا آهي. هن ڪتاب جو ڇاپو پهريون، حڪيم نورمحمد خاصخيليءَ، جمالي پرنٽنگ پريس، حيدرآباد، مان سال 1961ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**تاريخ خاصخيلي**[2] (ڪتاب): هي ڪتاب محسن علي "محسن" خاصخيليءَ جو لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ خاصخيلي قبيلي جي تاريخ ڏني وئي آهي. مصنف، خاصخيلي ذات جي اصل نسل، رهائش ۽ مختلف دورن جي حالتن، خاصخيلين جي نامور نوابن ۽ سڃاڻ شخصيتن، فنڪارن، سگهڙن، شاعرن ۽ عوامي ليڊرن جو سڄو احوال ڏنو آهي. هن ڪتاب جو تعارف پروفيسر محمد ابراهيم خاصخيليءَ لکيو آهي. رنگين ٽائيٽل ۽ ڪچي جلد واري هن ڪتاب ۾ 112 صفحا آهن ۽ ان جي قيمت 60 رپيا آهي. هي ڪتاب مومن پبلڪيشن، نوان جتوئيءَ پاران جون 1994ع ۾ شايع ڪيو ويو.




**تاريخ ريگستان** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ٿرپارڪر جي نامور استاد ۽ تاريخدان، رائچند هريجن جي تاريخي تصنيف آهي، سندس ورهين جي مطالعي ۽ نور نچوڙ جو نتيجو آهي، جيڪو سنڌي ادبي بورڊ، ٻن ڀاڱن ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. هي ڪتاب ٿر جي منفصل تاريخ آهي. ڪتاب جو پهريون ڀاڱو سترهن بابن تي مشتمل آهي. باب پهرين ۾ "ٿر ۽ پارڪر جو طبعي گهاٽ ۽ پراچين حالت" بابت، باب ٻيو ٿرپارڪر جي راجپوتن بابت، باب ٽئين ۾ ٿر ۾ سومرن جي حڪومت، باب چوٿين ۾ ٿر ۾ سوڍن ۽ راٺوڙن جي حڪومت بابت، پنجين باب ۾ سومرن جي حڪومت جو اوائلي دور، باب ڇهين ۾ سومرن جي حڪومت جو پوئون دور، باب ستين ۾ سوڍن جي حڪومت، باب اٺين ۾ پارڪر جي حڪومت، باب نائين ۾ ڪلهوڙن جي حڪومت، باب ڏهين ۾ ٽالپرن جي حڪومت، باب يارهين ۾ انگريزن جي حڪومت، باب ٻارهين ۾ پاڪستان جي حڪومت، باب تيرهين ۾ ٿرپارڪر جا مکيه ڳوٺ ۽ آدم شماري، باب چوڏهين ۾ ٿر ۾ رهندڙ قومون، باب پندرهين ۾ ٿرپارڪر جي معاشي حالت، باب سورهين ۾ ٿر جا رواج ۽ رسمون، باب سترهين ۾ ٿرجي تهذيب ۽ تمدن بابت مواد شامل آهي. آخر ۾ ضميمي طور "ٿرجو وسڪارو" عنوان هيٺ ٿر ۾ پوندڙ برسات جو احوال ڏنل آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1956ع ۾، ٻيو 1977ع ۾ ۽ ٽيون 1988ع ۾ ۽ چوٿون ڇاپو 2005ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ پاران شايع ٿيو. ڀاڱو پهريون ڊيمي سائيز جي 294 صفحن تي مشمل آهي ۽ ان جي قيمت 170 رپيا آهي. ڪتاب جو ٽائيٽل رنگين ۽ جلد ڪچو آهي. ڪتاب جي




بيڪ ٽائيٽل تي پير علي محمد راشدي، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، شيخ اياز، ڊاڪٽر غلام علي الانا، غلام رباني آگري ۽ نصير مرزا جا رايا لکيل آهن.

**تاريخ ريگستان جو ڀاڱو ٻيو** 22 بابن تي مشتمل آهي. باب پهريون ٿرجي طبعي ڀاڱن، پارڪرجي نالي ضلعي جي نالي، ٿرجي تعليم ۽ يونين ڪائونسلن وغيره تي مشتمل آهي. باب ٻئي ۾ ٿر جون پٽون، پٽن جا نالا، پٽ جا ڀاڱا، ڪارونجهر ٽڪري، ريلوي رستا، ٿرجي مسافري وغيره ڏنل آهن. باب ٽئين ۾ ٿرجا ننڍا ۽ وڏا وڻ، باب چوٿين ۾ ٿرجي ٻوٽن بابت، باب پنجين ۾ ٿرجي ميون ۽ ولين بابت، باب ڇهين ۾ گاهن جا مختلف قسم، باب ستين ۾ ٿرجي آباد ٿيڻ، اتي جي رهندڙ قومن جي آدمشماري، ٿرجي ٻولي وغيره. باب اٺين ۾ ٿرجي ڳوٺن، انهن جي نالن، واندين، گهرو سامان، گهرو مشغولين وغيره جو ذڪر ڪيل آهي. باب نائين ۾ پنچائتن، قومي اڳواڻن، رسمن رواجن، شاديءَ جي رسمن، اولاد ڪي پالڻ وغيره، باب ڏهين ۾ ٿرجي برسات بابت اڳڪٿين، برسات وارن سنوڻن، ترائين ۽ تلائن وغيره. باب يارهين ۾ ٿرجي کوهن، زمين جي متاڃري ۽ اونهائي، پاڻيءَ جي قسمن ۽ پاڻيءَ جي پرڻ وغيره بابت، باب ٻارهين ۾ ٿرجي روينيو سرشتي، پوڪ ۽ پيدائش، هارپي جي طريقي، سنپال ۽ اپت وغيره جو سڄو احوال. باب تيرهين ۾ ٿر جي مالوند ماڻهن، جانورن، وٿاڻن، مال جي سنڀار، سجاڳپ، چوري، پيرين، بيمارين ۽ علاج وغيره، باب چوڏهين ۾ ٿرجي پکين، گهرو پکين، جهنگلي پکين، جيتن (سرنڊڙ/ اڏامندڙ) وغيره بابت، باب پندرهين ۾ ٿر جي کاڌ خوراڪ، ڏٿ، پوشاڪ، زيور ۽ مهمان نوازي وغيره، باب سورهين ۾ ٿرجي ڪاروبار، هنر، معدنيات، ڪارخانن، آمدني ۽ قرضن وغيره جو ذڪر ڪيل آهي. باب سترهين ۾ ٿرجي ڪچهري، بيتن، ڪافين، سگهڙن، ڳجهارتن، نشن، مال جي نالن وغيره جو احوال آهي. باب ارڙهين ۾ ٿرجي ميلن، راندين ۽ شڪارن وغيره، باب اوڻيهين ۾ ٿرجي لوڪ ادب وغيره جو بيان، باب ويهين ۾ مقامن، مسانن، پوين، جهاڙن، ڦيٽن، ٽاٽن، بيمارين جي علاج وغيره ۽ باب ايڪيهين ۾ هندو مسلم اتحاد، راجوٽي فيصلن، مسجدن، مندرن، ماپ ۽ تور جي اوزارن وغيره جو احوال شامل آهي.




هن ڪتاب جو مهاڳ، غلام محمد گرامي ۽ مقدمو محبوب علي چنا لکيو هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1956ع، ٻيو ڇاپو 1975ع ۾، ٽيون ڇاپو 1988ع ۾ ۽ چوٿون ڇاپو 2005ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ ڄام شوري ڇاپي پڌرو ڪيو آهي.

**تاريخ سجاول** (ڪتاب): سجاول جي تاريخ جي باري ۾ لکيل هن ڪتاب جو مصنف مشهور ليکڪ مرحوم عزيز جعفراڻي آهي. هيءُ ڪتاب محمد بن قاسم لائبريري، سجاول، طرفان مارچ 1986ع ۾، حيدري، پرنٽنگ پريس، لجپت روڊ، حيدرآباد، مان شايع ڪرائي، پڌرو ڪيو ويو ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ 470 صفحا آهن ۽ ان جي قيمت 50 رپيا آهي.

تازو هن ڪتاب جو وڌايل ۽ سڌاريل ڇاپو "سجاول جي سماجي، ثقافتي ۽ سياسي تاريخ" نالي سان محمد بن قاسم لائبريري، سجاول پاران 2009ع ۾ ڇپايو ويو آهي، جنهن ۾ 896 صفحا آهن ۽ ان ۾ رنگين تصويرون پڻ شامل ڪيون ويون آهن.

**تاريخ سکر** (ڪتاب): سنڌ جي نامور محقق ۽ تاريخدان رحيم خان مولائي شيدائي پنهنجي تصنيف 'تاريخ سکر' ۾ شهر جي تاريخي قدامت بيان ڪرڻ سان گڏوگڏ جاگرافيائي ۽ سماجي تبديلين جو پڻ تفصيلي ذڪر ڪيو آهي. مصنف هن ڪتاب کي سورهن بابن ۾ ورهايو آهي. باب پهرين ۾ مهراڻ، سکر ۽ بکر بابت، باب ٻئي ۾ سکر جي تاريخ بابت، باب ٽئين ۾ اسلامي فتوحات بابت، باب چوٿين ۾ سکر غلام سلاطين دور ۾، باب پنجين ۾ سکر خلجي دور ۾، باب ڇهين ۾ سکر تغلق دور ۾، باب ستين ۾ سکر ارغونن ۽ ترخانن جي دور ۾، باب اٺين ۾ سکر مغلن جي دور ۾، باب نائين ۾ ڪلهوڙا دور، باب ڏهين ۾ ميرن جو دور، باب يارهين ۾ انگريزن جو دور ۽ سکر نئون، باب ٻارهين ۾ سکر ويهين صديءَ ۾، باب تيرهين ۾ سکر جي مسلمانن جي سياسي حالت، باب چوڏهين ۾ سکر جا قديم رهاڪو ۽ معزز ماڻهو، باب پندرهين ۾ بکر ۽ سکر جا فارسي شاعر ۽ باب سورهين ۾ سکر جا سنڌي، سرائيڪي ۽ اردو شاعر.




هن تاريخي ڪتاب جو پهريون ڇاپو سنڌي ادبي بورڊ طرفان 1992ع ۾ ڇپيو ۽ ٻيو ڇاپو ڊيمي سائيز جو 363 صفحن تي مشتمل سنڌي ادبي بورڊ طرفان 2005ع ۾ شايع ٿيو آهي، جنهن جي قيمت 180 رپيا ڄاڻايل آهي.

**تاريخ سلطنت دهلي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب شيخ عبدالرزاق 'راز' جو لکيل آهي، جنهن ۾ دهلي سلطنت جي تفصيلي تاريخ بيان ڪئي وئي آهي. ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب ۾ 332 صفحا ۽ قيمت 3 رپيا 70 پئسا رکيل آهي. ڇاپو پهريون، گل بُڪ ڊيپو حبيب پرنٽنگ پريس، سکر مان سال 1961ع ۾ ڇپايو ويو.

**تاريخ سنڌ** (ڪتاب): هن ڪتاب "في التحقيق بناءِ امصار السند" عرف تاريخ سنڌ جو مصنف سيد محب الله بن سيد احمد شاهه بن سيد واعظ بن سيد محمد شاهه آهي. هيءَ تاريخ، 13 صدي هجريءَ ۾ لکي وئي، جنهن ۾ سنڌ جي مشهور شهرن ۽ ڳوٺن جو ذڪر آهي، هي ڪتاب جڻ ته سنڌ جو هڪ گزيٽيئر آهي. ڪتاب جي ترتيب هن طرح آهي: پهريون باب سنڌ جي تاريخ، ٻيو باب شهرن ۽ ڳوٺن جي حالتن بابت، ٽيون باب سنڌ ۾ رائج القابن، اميرن، وزيرن، ترخانن ۽ ارغونن بابت، چوٿون باب سنڌ جي قومن ۽ قبيلن بابت ۽ پنجون باب سنڌ جي واهن، ندين، ٻهاڙن ۽ ڍنڍن تي مشتمل آهي. ڪتاب جا ماخذ ديباچي ۾ ڄاڻايل آهن. سنڌ جي تاريخ تي هي هڪ اهم ڪتاب آهي. ڪتاب ننڍيءَ سائيز جي ٻن سوَن صفحن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب کي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سنڌي ادبي بورڊ لاءِ مرتب ۽ ايڊٽ ڪيو.

**تاريخ سنڌ**[2] (ڪتاب): هن ڪتاب جو مصنف منشي ٽوپڻ مل آهي، جنهن هيءُ تاريخ 1259هه/ 1843ع کان اڳ لکي. اها تاريخ نواب فتح محمد خان ولد نواب ولي محمد خان لغاريءَ (متوفي 1248هه/ 1832ع) جي فرمائش تي لکي وئي. نواب ولي محمد خان لغاري، ٽالپري عهد جو اميرالامراءُ، بهادر جرنيل، فاضل اديب ۽ ناميارو شاعر ٿي گذريو آهي. "مثنوي هير رانجهو"، "ديوان ولي" ۽ "طب ولي" (نزهت الابدان) سندس يادگار تصنيفون آهن.

152 صفحن تي مشتمل هن تاريخ ۾، سنڌ جو سرسري خاڪو پيش ڪيو ويو آهي. ڪي واقعا منجهس اهڙا به آهن، جيڪي ٻيءَ ڪنهن به تاريخ ۾ نه ٿا ملن. ڪتاب ۾ 1259هه/ 1843ع تائين جا واقعا بيان ڪيل آهن. ڪتاب کي ٻن حصن ۾ ورهايو ويو آهي. پهريون حصو (25 ورق) تيمور کان وٺي 1216هه/ 1801ع تائين، ۽ ٻيو حصو (25 کان 73 ورق) تاريخ سنڌ تي ابتدائي برطانوي تسلط (1843ع). هن تاريخ جو هڪ نسخو پنجاب يونيورسٽيءَ جي لائبريريءَ ۾ موجود آهي، جنهن جي ڪتابت جي تاريخ 26 جمادي الثاني 1292هه/ 1875 آهي.

**تاريخ سنڌ**[5] (*تاريخ سندھ*) (ڪتاب): هي ڪتاب اردو زبان جي مشهور مصنف اعجازالحق قدوسيءَ، ٽن جلدن ۾ تصنيف ڪيو آهي، جيڪو اردو سائنس بورڊ، لاهور، ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. "تاريخ سنڌ" جو پهريون جلد، ڊيمي سائيز جي 583 صفحن تي مشتمل آهي. اُن جي چوٿين ايڊيشن جي قيمت 80 رپيا رکي وئي آهي، ۽ اهو 1990ع ۾ شايع ٿيو آهي. "تاريخ سنده" جو ٻيو جلد، ڊيمي سائيز جي 868 صفحن تي مشتمل آهي. ان جي چوٿين ايڊيشن جي قيمت 110 رپيا رکيل آهي، ۽ 1990ع ۾ شايع ٿيو آهي. جڏهن ته "تاريخ سنده" جو ٽيون جلد، ڊيمي سائيز جي 340 صفحن تي مشتمل آهي ۽ اُن جي پهرئين ڇاپي جي قيمت 40 رپيا آهي، جيڪو 1984ع ۾ ڇپيو آهي.




ٽنهي جلدن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:

**الف) تاريخ سنڌ جلد اول:** هن جلد ۾ اعجاز الحق قدوسيءَ سنڌ جي مختصر جاگرافيائي تعارف سان گڏوگڏ تاريخ کي پندرهن بابن ۾ ورهايو آهي. پهرين باب ۾ راءِ گهراڻي، ٻئي باب ۾ برهمڻ گهراڻي، ٽئين باب ۾ هندوستان اسلام جو پهريون مرڪز، چوٿين باب ۾ بنوامية، پنجين باب ۾ بنو عباس، ڇهين باب ۾ هباري دور، ستين باب ۾ سنڌ جون خودمختيار رياستون، اٺين باب ۾ اسماعيلي دور، نائين باب ۾ غزنوي دور، ڏهين باب ۾ غوري دور، يارهين باب ۾ غلام خاندان، ٻارهين باب ۾ خلجي دور، تيرهين باب ۾ تغلق دور، چوڏهين باب ۾ سومرا دور ۽ پندرهين باب ۾ سما دور بابت تفصيلي بحث ٿيل آهي.




**ب) جلد دوم:** جلد ٻئي ۾ ارغون، ترخان، مغل گورنر، ڪلهوڙا ۽ ٽالپر دور حڪومت تي تفصيلي مواد جلد ٻي ۾ قلمبند ٿيل آهي.




**ج) جلد سوم:** تاريخ سنڌ جي هن ٽئين جلد ۾ برٽش دور ۽ آزاديءَ جي تحريڪ بابت تفصيلي مواد موجود آهي.

**تاريخ سنڌ[4] (ڪتاب):** هي ڪتاب هاسانند ارجنداس پرسواڻيءَ جو لکيل آهي. جنهن ۾ سنڌ جي تاريخ اختصار سان بيان ڪيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 64 صفحا آهن ۽ ان جي قيمت 8 آنا آهي. ڇاپو پهريون، هريسنگهه پرنٽنگ پريس، سکر مان 1945ع ۾ ڇپيو، جيڪو مهراڻ اڪيڊميءَ شڪارپور شايع ڪيو.

**تاريخ سنڌ[5] (ڪتاب):** هي ڪتاب اردوءَ ۾ ”تاريخ سندھ“ جي نالي سان اردو زبان جي مشهور عالم ۽ تاريخدان، سيد ابوظفر ندويءَ لکيو هو، جيڪو 1947ع ۾ دارالمنصنفين هند پاران ڇپيو، ان جو نئون ڇاپو ”تخليقات“ لاهور پاران، مارچ 1997ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. ڊيمي سائيز ۽ پڪي جلد جي 331 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 180 رپيا آهي. هن تاريخ جو پيش لفظ، مشهور عالم ۽ مؤرخ سيد سليمان ندوي، 15 آگسٽ 1947ع تي لکيو هو. هن ڄاڻايو آهي ته انگريزن، هندو ۽ سنڌ جون جيڪي تاريخون لکيون، اُهي سندن سياسي مقصدن کان خالي نه هيون. ان ڪري ”دارالمصنفين هند“، پاران هندستان جي هڪ تفصيلي ۽ مستند تاريخ لکڻ جي ضرورت محسوس ڪئي وئي. هيءُ ڪتاب سنڌ جي تاريخ سان لاڳاپو رکي ٿو. جيئن ته سنڌ جي تاريخ ان لحاظ کان به اهميت جوڳي آهي، جو هندستان جي سرزمين تي مسلمانن جو پهريون قافلو سنڌ ۾ لٿو هو. سيد سليمان ندويءَ، ابوظفر ندويءَ جي هن ڪتاب کي ”اردوءَ ۾ سنڌ جي سڀ کان پهرين تفصيلي، مستند ۽ مستقل تاريخ“ سڏيو آهي، ان ۾ سنڌ جي جاگرافي، مسلمانن جي ڪاهه کان اڳ جو مختصر ۽ اسلامي فتحن جو تفصيلي احوال، خلافت راشده جي زماني کان وٺي اٺينءَ صدي هجريءَ تائين سنڌ، جن جن حڪومتن جي هٿ هيٺ رهي، ۽ عباسين جي تسلط کان آزاد هتي جيڪي به حڪومتون قائم ٿيون، تن جي پوري تاريخ ۽ انهن سمورن دورن جي حڪومتي نظام، عملي ۽ تمدني حالتن ۽ عام پلائيءَ جي ڪمن جو تفصيل ڏنل آهي.

ابو ظفر ندويءَ جي هن اردو ڪتاب ”تاريخ سندھ“ جو سنڌيءَ ۾ ترجمو، محمد اشرف سمي ڪيو آهي.

**تاريخ سنڌ[6] (ڪتاب):** سنڌ جي تاريخ جي عنوان هيٺ هڪ ٻيو ڪتاب اردو زبان جي مشهور مصنف اعجازالحق قدوسيءَ، ٽن جلدن ۾ تصنيف ڪيو آهي، جيڪو اردو سائنس بورڊ، لاهور، ڇپائي پڌرو ڪيو ويو. ”تاريخ سنڌ“ جو پهريون جلد، ڊيمي سائيز جي 583 صفحن تي مشتمل آهي. اُن جي چوٿين ايڊيشن جي قيمت 80 رپيا رکي وئي آهي، ۽ اهو 1990ع ۾ شايع ٿيو آهي. هن جلد ۾ اسلام کان اڳ، راءِ گهراڻي جي حڪومت کان وٺي سمن جي دور جي سياسي، مذهبي، تعليمي ۽ ادبي حالتن جو ذڪر شامل آهي ۽ چوڏهن بابن تي مشتمل آهي. ”تاريخ سندھ“ جو ٻيو جلد، ڊيمي سائيز جي 868 صفحن تي مشتمل آهي. ان جي چوٿين ايڊيشن جي قيمت 110 رپيا رکيل آهي، ۽ 1990ع ۾ شايع ٿيو آهي. هن جلد ۾ ارغون دور حڪومت کان وٺي ٽالپر دور تائين جو سياسي، مذهبي، علمي ۽ ادبي تذڪرو شامل آهي. جڏهن ته ٽيون جلد، ڊيمي سائيز جي 340 صفحن تي مشتمل آهي ۽ اُن جي ٻهرئين ڇاپي جي قيمت 40 رپيا آهي، جيڪو 1984ع ۾ ڇپيو آهي. هن جلد ۾، سنڌ ۾ انگريزن جي آمد کان وٺي 1946ع تائين جي سنڌ جي تاريخ جو ذڪر شامل آهي.

**تاريخ سنڌ ڀاڱو پهريون ۽ ٻيو (ڪتاب):** تاريخ سنڌ جي نالي سان انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ، مولوي نورمحمد نظاماڻيءَ جي سنڌ جي تاريخ ٻن ڀاڱن ۾ ڇپائي پڌري ڪئي آهي. پهريون ڀاڱو ”سنڌ جي تاريخ“ جي نالي سان ڊيمي سائيز جي 116 صفحن تي مشتمل جنوري 1982ع ۾ شايع ٿيو جنهن ۾ تاريخ سنڌ جي ابتدا کان وٺي عربن جي چوڏهن حملن تائين جو ذڪر آهي. هن ڀاڱي جي قيمت 15 رپيا رکي وئي آهي. ”تاريخ سنڌ“ جي هن ٻئي جلد جو پهريون ڇاپو، 1935ع ۾، سنڌ مسلم ادبي سوسائٽيءَ ڇپايو هو ”تاريخ سنڌ“ ٻيو ڀاڱو ڊيمي سائيز جي 143 صفحن تي مشتمل آهي، جيڪو جون 1983ع ۾ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي پاران ڇپجي پڌرو ٿيو ۽ ان جي قيمت 15 رپيا رکيل آهي. هن ڀاڱي ۾ خلافت بنو اُميه کان وٺي عربي نسل جي سنڌ جي خودمختيار حاڪمن تائين جو ذڪر آهي.

هن ڪتاب ۾ محمد بن قاسم کان پوءِ جا عرب حاڪمن جي سنڌ تي يلغار ۽ اثرن جو تفصيل آهي. هن ڪتاب ۾ ڪُل ڇهه باب آهن. باب پهرين ۾ محمد بن قاسم کان پوءِ جو احوال، باب ٻئي ۾ بنو اميه خلافت جي باقي زماني ۾ سنڌ جي حالتن بابت، باب ٽئين ۾ عباسي خلافت، باب چوٿين ۾ هارون رشيد کان مامون رشيد تائين جو احوال، باب پنجين ۾ سنڌ ۾ عباسين جو آخري اثر ۽ باب ڇهين ۾ عربي نسل، سنڌ جي خودمختيار حاڪمن جو احوال ڏنل آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي 1933ع ۾ ڇپايو هو.

**تاريخ سنڌ[7] (ڪتاب):** هي ڪتاب سنڌ جي ناميارِي استاد، شاعر ۽ محقق محمد صديق ’مسافر‘ جو لکيل آهي. هي ڪتاب تاريخ سنڌ سيريز جو ڪتاب چوٿون آهي، جنهن ۾ ارغون ۽ ترخان دور بابت مواد لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ ارغونن جي خاندان جي اوائلي تاريخ، ميرزا شاهه بيگ جي سنڌ کان ٻاهر حڪومت جو احوال ڄام فيروز، مرزا شاهه حسن سندس حڪومت ۽ همايون بادشاهه، ميرزا محمد باقي ۽ سلطان محمود خان جي حڪومت ۽ جنگين بابت تفصيلي معلومات ملي ٿي. هن ڪتاب ۾ ارغون ۽ ترخان دور ۾ سنڌ جي ماڻهن سان ٿيل زيادتين جو تفصيل موجود آهي. ڪچي جلد ۽ رنگي ٽائيٽل ۽ 162 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 45 رپيا آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1941ع ۾ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ ۽ ٻيو ڇاپو 1985ع ۾ شايع ڪيو.






**تاريخ سنڌ[8] (ڪتاب):** تاريخ سنڌ جي نالي سان هي ڪتاب، ڪرائون سائيز جي 424 صفحن تي مشتمل، محمد ابراهيم انصاريءَ جو لکيل آهي، جيڪو عجائب اسٽورز سکر پاران ڪرائون سائيز ۾ 1977ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو. جنهن جي قيمت 12 رپيا آهي. هن ڪتاب جي

پهرئين باب ۾ 'سنڌ' جي نالي، قديم حدن، سنڌ جي قديم قومن، موجوده حدن، ايراضيءَ، آدمشماريءَ ۽ قدرتي حصن جو ذڪر آهي. جڏهن ته ٻئي باب کان سترهين باب تائين، عرب دور کان وٺي ڪلهوڙن جي دور تائين جي تاريخ بيان ڪيل آهي.

**تاريخ سنڌ[9] (ڪلهوڙا دور) (ڪتاب):** سنڌ جي تاريخ جو ڪلهوڙا دور تي مشتمل هيءُ ڪتاب مولانا غلام رسول مهر جو تصنيف ڪيل آهي، جنهن جو شمشيرالحيدريءَ ۽ يارمحمد پنهور اردوءَ مان سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي. ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي پهرئين جلد ۾ 552 صفحا آهن. ان جو ڇاپو پهريون، سنڌي ادبي بورڊ، اسلاميہ پريس، حيدرآباد، مان سال 1963ع ۾ ڇپايو. تاريخ سنڌ جو پهرين جلد جو ٻيو ڇاپو ۽ ان جو ٻيو جلد پڻ اسلاميہ پريس، مان 1964ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ ڇپايو هو. ٻئي جلد جو ٻيو ڇاپو سنڌ ثقافت سياحت کاتي 1996ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. هن ڪتاب ۾ ڪلهوڙا دور جو تفصيلي ذڪر آهي. هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ جي "سنڌ جي تاريخ" واري اسڪيم تحت، پير حسام الدين راشدي، محترم محمد ابراهيم جويي ۽ ٻين عالمن غلام رسول مهر کي لکڻ لاءِ ڏنو هو، جنهن سنڌ جي تاريخ جا ماخذ مطالعو ڪري، وڏي تحقيق ۽ جاکوڙ کان پوءِ هي ڪتاب تيار ڪيو هو.




هن ڪتاب جي پهرئين جلد ۾ 42 باب آهن. جن ۾ ڪلهوڙن جو حسب نسب، حڪومت جي ابتدا، ميان آدم شاهه ڪلهوڙي، ميان محمد دائود، ميان الياس، ميان نصير محمد، ميان دين محمد، ميان يار محمد ۽ ميان نور محمد ڪلهوڙي جي دور سان گڏ ان دور ۾ رونما ٿيل واقعن جو وضاحت سان ذڪر آهي. ڪتاب جي ٻئي جلد ۾ 39 باب آهن، جن ۾ ميان محمد مرادياب خان، ميان غلام شاه ڪلهوڙي، ميان محمد عطر خان ۽ ميان محمد سرفراز خان ڪلهوڙي جي دور حڪومت سان گڏ ان دور جي واقعن جو تفصيلي بيان آهي. هن جلد ۾ هالاڻيءَ واري جنگ جو به تفصيل موجود آهي. ان کان سواءِ ڪلهوڙن جي حڪومتي نظام، ان دور جي اقتصادي حالتن، صنعت تجارت، درٻار جي عالمن، فاضلن ۽ شاعرن جو احوال ۽ ڪلهوڙن جا شجرا به ڏنا ويا آهن.

**تاريخ سنڌ[10] (ارغون ۽ ترخان دور) (ڪتاب):** هيءُ ڊيمي سائيز جي 72 صفحن تي مشتمل ڪتاب، پروفيسر اعجاز قريشيءَ جو لکيل آهي، جيڪو سنڌ ريسرچ سوسائٽي، حيدرآباد، 1985ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. هيءُ ڪتاب سهٽي پرنٽنگ پريس، الهندي ڪچي، حيدرآباد، ۾ ڇپيو ۽ ان جي قيمت ڏهه رپيا رکيل آهي. هن ڪتاب جو مهاڳ مشهور تاريخدان ڊاڪٽر مبارڪ عليءَ جو لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ 7 باب، هيٺينءَ ترتيب سان شامل آهن: (1) تعارف (2) ارغون حملي جو پس منظر، (3) سما راڄ جو پس منظر، (4) سنڌ تي ارغونن جو حملو ۽ حڪومت، (5) ترخان دور جي شروعات، (6) ترخان دور حڪومت، ۽ (7) حرف آخر.

**تاريخ سنڌ[11] (مغل دور حڪومت) (ڪتاب):** هيءُ ڊيمي سائيز جي 71 صفحن تي مشتمل ۽ اردوءَ ۾ لکيل ڪتاب، ڊاڪٽر مبارڪ عليءَ جي تصنيف آهي، جيڪو آگهي پبليڪيشنز حيدرآباد پاران 1985ع ۾ ڇپيو ۽ اُن جي قيمت 10 رپيا آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌ جي تاريخ جي مغليہ دور جو تجزيو ڪيل آهي. ڪتاب جي پنجن بابن جو وچور هن ريت آهي: (1) مغل فتوحات: هڪ تجزيو (2) مغلن پاران سنڌ جي فتح، (3) سنڌ ۾ مغلن جي حڪومت جو نظام، (4) سنڌ جي سماجي حالت ۽ (5) صنعت، حرفت ۽ واپار.

**تاريخ سنڌ[12] (ڪتاب):** "تاريخ معصومي" جي نالي سان مير محمد معصوم بکريءَ جو فارسيءَ ۾ ڪتاب لکيو هو، جنهن جي انگريزي ترجمي مان سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ديوان ننديرام سيوهاڻيءَ آسان ۽ نج سنڌيءَ ۾ ڪيو هو. جيڪو ان لحاظ کان سنڌي ادب جي نئين دور جو پهريون ڪتاب آهي. واضح هجي ته تاريخ معصوميءَ جو پهريون انگريزي ترجمو ڪئپٽن جي. جي مالٽ (G.G Malet) ڪيو هو ۽ اهو انگريزي ترجمو 1855ع ۾ بمبئيءَ مان شايع ٿيو هو. جنهن تان ئي ديوان ننديرام ترجمو ڪيو هو ۽ اهو ترجمو "تاريخ سنڌ" جي نالي سان 1861ع ۾ ڪراچيءَ مان شايع ٿيو.

**تاريخ سنڌ[13] (ڪتاب):** مشهور تاريخدان ۽ عالم مولوي عبدالحليم شرر (1860-1926ع) جو هيءُ ڪتاب اردوءَ ۾ سنڌ جي تاريخ تي لکيل پهريون ڪتاب آهي. هن جامع ڪتاب ۾ سنڌ ۽ هند جي تاريخ تي اشوڪ اعظم ۽ چندر گپت کان وٺي قرامطہ دور تائين جو تفصيلي احوال موجود آهي.

مولانا عبدالحليم شرر سنڌ جي تاريخ سڀ کان اول ٻن جلدن ۾ ڇپائي. "تاريخ سندهہ" جلد اول، 1907ع ۾ دلگداز پريس لکنوءِ مان ڇپيو، جنهن ۾ ڪل 12 باب هئا. "تاريخ سندهہ" جلد ٻيو 1909ع ۾ اختر دکن پريس مان ڇپجي "دلگداز لکنوءِ جي دفتر مان پڌرو ٿيو. هن جلد ۾ ڪل ڏهه باب هئا.

مولوي شرر جي ٻنهي جلدن کي گڏي سٽي بڪ پوائنٽ ڪراچيءَ 2004ع ۾ هي ڪتاب وري شايع ڪيو.

سنڌ بابت هن اهم تاريخي ڪتاب کي اشرف سمي "سنڌ جي تاريخ" جي عنوان سان ترجمو ڪيو آهي، جنهن کي مهراڻ اڪيڊمي شڪارپور پهريون ڀيرو ڊسمبر 2005ع ۾ ڇپايو ۽ ان جو ٻيو ڇاپو جنوري 2007ع ۾ ڇپيو آهي، جنهن جي قيمت 200 رپيا رکيل آهي. هن سنڌي ترجمي موجب پهرئين حصي ۾ 12 باب شامل آهن، جن ۾ آڳاٽي سنڌ ۽ سنڌ جي جاگرافي، سنڌ جي قديم تاريخ، هندستان تي آڳاٽن ڌارين حملن، اروڙ، سنڌ جي هندو سلطنت جي آخري دور، خلاف آل مروان (فتوحات سنڌ)، محمد بن قاسم جي فتحن، ڏاهر جي پٽ جئسينہ ۽ محمد بن قاسم ۽ محمد بن قاسم جي انجام جو ذڪر آهي. ٻئي ڀاڱي جي ڏهن بابن ۾ محمد بن قاسم کان پوءِ سنڌ جي حالت، بنو اميہ جي باقي دور، عباسي دور جي ابتدا، هارون الرشيد کان مامون جي آخري دور، سنڌ ۾ عباسين جي آخري اثر، عربي نسل ۽ خودمختيار سلطنت سنڌ، اسماعيلي شيعن، قرامطہ وغيره جو ذڪر آهي. (وڌيڪ ڏسو: سنڌ جي تاريخ مولانا عبدالحليم شرر سنڌي ڇاپو)

**تاريخ سنڌ[14] (ڪتاب):** علامہ سيد سليمان ندويءَ جي ڪتاب "تاريخ سندهہ" جي هي سنڌي ترجمو محمد اسماعيل پنهور ڪيو آهي. ڊيمي سائيز 225 صفحن تي مشتمل، ديده زيب ٽائيٽل وارو هي ڪتاب، سنڌيڪا

اڪيڊمي ڪراچيءَ 2005ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، جنهن جو مُلهہ 200 رپيا آهي.

هي ڪتاب ننڍي کنڊ جي وڏي عالم علامہ سيد سليمان ندويءَ جي ڪتاب "عرب و هند کي تعلقات" کان پوءِ ٻيو اهم ڪتاب آهي، جنهن جا نو (09) باب آهن. سيد سليمان ندويءَ پنهنجي پيش لفظ ۾ لکيو آهي تہ:

"سنڌ جي تاريخ ان حيثيت کان بہ اهم آهي، جو مسلمانن جو پهريون قافلو سنڌ ۾ ئي لٿو هو ۽ سنڌن پهرين حڪومت قائم ٿي هئي.... جنهن جا اثر سنڌ جي چپي چپي تي اڄ بہ ظاهر آهن".

ڪتاب جو پهريون باب "مقدمي" تي مشتمل آهي، جنهن ۾ سنڌ جي نالي، سرحدن، موجوده حدن، ايراضي، طبعي بيهڪ، آبادي، سنڌو درياهہ ۽ ان جي وهڪرن، بندرن، واپار، جبلن، ڍنڍن، موسمن، پيداوار، معدنيات، نسل ۽ ٻولي بابت تفصيل شامل آهن. ٻئي باب ۾ غير مسلم راڄ وقت سنڌ جون حدون، انتظامي ورهاست، ايراني حملن، راجا چچ ڏاهر، ڏاهر سينہ، عربن جي آمد، سنڌن جملن، سنڌ جي فتح ۽ وليد بن عبدالملڪ جي زماني ۾ نيرن جي ڪوٽ هڏنامي جو ذڪر آهي. ٽئين باب ۾ محمد بن قاسم جي آمد، ديبل، نيرون ڪوٽ، سيو ستان وغيره جي فتح، ڏاهر وٽ عربن جي وفد جي آمد، ڏاهر سان جنگ کان وٺي برهمڻ آباد جي فتح، راڻي لاڏي، ملتان جي فتح، محمد بن قاسم جي موت کان وٺي عمر هباري سنڌ جي حاڪم ٿائين جو ذڪر موجود آهي. باب چوٿين ۾ هبارين جي حڪومت، باب پنجين ۾ اسماعيل سلطنت، باب ڇهين ۾ سومرن جي بادشاهہ، باب ستين ۾ سنڌ جي تمدني تاريخ، باب اٺين ۾ سنڌ جي عالمن ۽ شاعرن، مدرسن ۽ ٻوليءَ جو ذڪر ۽ باب نائين ۾ سنڌ ۾ رفاهي ڪمن، ٽپال، عام انتظامي حالتن، آمدنيءَ جي ذريعن، سڪن، جنگي اوزارن، فوجي نظام، ٽيڪس، مذهبي، آزادي وغيره جو تفصيل آهي. ڪتاب جي ضميمي ۾ هند ۽ ان جي شهرن جو ذڪر ۽ آخر ۾ ڪتابيات (Bibliography) شامل آهي. هي ڪتاب سنڌ جي تاريخ جو اهم ماخذ آهي.

**تاريخ سنڌ، امِيران ميرپورخاص** (ڪتاب): هي ڪتاب حاجي مير محمد بخش ٽالپر جو لکيل آهي، جنهن ۾ ميرپورخاص جي ميرن جو تذڪرو آهي. هن ڪتاب جي باب پهرين ۾ بلوچ نسل خاص طرح ٽالپرن بابت ٻڌايو ويو آهي تہ ٽالپر هوت بلوچ نسل مان آهن. هن ئي باب ۾ هوت جي اولاد ۽ پوءِ ديري غازي خان جي بلوچن وغيره جو احوال ڏنل آهي. باب ٻئي ۾ ميرن جي سنڌ ۾ آمد، ڪانسواءِ مير الهيار خان، مير مسو خان، چتوڙيءَ جو مقام، مير فتح خان شهيد ماڪاڻي، ميان سرفراز ڪلهوڙي، مير بهرام خان ۽ مير صوبدار خان جي شهادت، مير جام نندو، ميان غلام نبي، مير بجار خان، لانياري واري جنگ، جوڌپور وارن سان جنگ ۽ هالاڻيءَ جي جنگ جو احوال آهي. مصنف هن ڪتاب ۾ تمام ضعيف روايتن ۽ دروغ گوئي کان تمام گهڻو ڪم ورتو آهي. ۽ باب ٽئين ۾ ميرن جي حڪومت، ان ڪانسواءِ







مير ٺاري خان جي قصيدن سان گڏوگڏ حيدرآباد جي ٽالپرن جي برائي، مير صوبدار خان جي بغاوت ۽ مير ٺاري جي وفات جو احوال ڏنل آهي. باب چوٿين ۾ مير علي مراد خان جو احوال، باب پنجين ۾ مير شير محمد خان جي تخت نشيني، حيدرآباد جي ٽالپرن سان اختلاف، انگريزن سان شير محمد جو عهدنامو ميانڻي جي جنگ، دٻي جي جنگ، مير شير محمد جي وفات ۽ سندس اولاد جو احوال پڻ ڏنل آهي. تاريخ سنڌ اميران سنڌ ميرپورخاص جي مصنف مير محمد بخش ٽالپر هن تاريخ ۾ حيدرآباد جي ٽالپرن خلاف تمام گهڻو بدشد پڻ قلمبند ڪيو آهي، پر جيئن تہ هي تاريخ مستند نہ آهي ۽ سچي تاريخ جو بنياد دروغ گوئي تي رکيل آهي. ڊيمي سائيز ڪچي جلد واري هن ڪتاب ۾ 424 صفحا آهن ۽ قيمت 40 رپيا لکيل آهي. هي ڪتاب زيب ادبي مرڪز حيدرآباد پاران 1982ع ۾ شايع ٿيو

**تاريخ سنڌ، معروف بہ تاريخ معصومي** (ڪتاب): هي ڪتاب مير محمد معصوم بکريءَ جي قديم نسخي جو اصلي متن، جيئن جو تيئن اسڪين (Scan) ڪري انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ پاران ڇپايو ويو آهي، هي تاريخ سنڌ جو اهو قديم نسخو آهي، جيڪو اٽڪل 200 سال اڳ سنڌ مان نڪري ڪنهن طرح لاهور (پنجاب) پهتو ۽ هن وقت پنجاب يونيورسٽي لاهور ۾ موجود آهي. ان کي سنڌ جي نوجوان تاريخدان ڊاڪٽر غلام محمد لاکي ڳولي لڌو ۽ ان جي نقل جي حاصلات ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي اڳوڻي وائيس چانسلر مظهرالحق صديقيءَ جو وڏو هٿ هو.




مير معصوم بکريءَ سن 1009هہ ۾ 'تاريخ سنڌهہ'/'تاريخ معصومي' جي عنوان سان هڪ ڪتاب فارسيءَ ۾ لکيو هو مير معصوم ڪتاب لکڻ کان پنج سال پوءِ 1014هہ/ 1505ع ۾ وفات ڪئي. سندس وفات کان ٽي سال پوءِ (1017هہ/ 1608ع ۾) موجوده نوشهري فيروز ضلعي جي شهر ڏيهارجن جي هڪ عالم فاضل شخص حبيب الله ڪوريجي، هن ڪتاب جو نقل ڪيوءَ هي نقل ڪيل نسخو هن وقت دنيا ۾ موجود هن ڪتاب جو سڀ کان آڳاٽو نسخو آهي، جيڪو پنجاب يونيورسٽي لاهور ۾ محفوظ آهي. هن قديم ڪتاب جي افاديت کي آڏو رکندي ڊاڪٽر غلام محمد لاکي هن ڪتاب جي اهميت، مير معصوم بکريءَ جي سوانح، تعميرات ۽ علمي ورثي تي تفصيلي مقدمو لکيو آهي.

'تاريخ معصوميءَ' تي سڀ کان اڳ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي تحقيقي ڪم ڪري، ان جو فارسي متن 1938ع ۾ بمبئيءَ مان ڇپايو هو، بعد ۾ سنڌ جي هڪ ٻئي عالم ۽ وڏي تاريخدان پير حسام الدين راشديءَ، اڌ صديءَ جي تحقيق کان پوءِ "مير محمد معصوم بکريءَ" عنوان تي سنڌوءَ ۾ جامع ڪتاب تيار ڪرايو، جيڪو سنڌي ادبي بورڊ 1979ع ۾ ڇاپي پڌرو ڪيو. هن ڪتاب ۾ ڊاڪٽر صاحب، تاريخ معصوميءَ جي

آڳاٽي ۾ آڳاٽي نسخي بابت انڪشاف ڪيو هو ته اهو پنجاب لائبريري لاهور ۾ موجود آهي، پر پاڻ اهو نسخو نظر مان ڪڍي نه سگهيو.

پير صاحب جي انڪشاف کان پوءِ ڊاڪٽر غلام محمد لاکي جي پراڻي خواهش جي پورائيءَ ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جو اڳوڻو وائيس چانسلر مظهر الحق صديقي مددگار ثابت ٿيو ۽ ان جي توسط سان ڪيس پهرين قلمي نسخي جي فوٽو ڪاپي ۽ بعد ۾ ان جي ڪمپيوٽر ڊسڪ حاصل ٿي ۽ پوءِ صديقي صاحب هن نسخي جي "عڪسي اشاعت" جي منظوري به ڏني.مير محمد معصوم نامي "تاريخ سنڌ عرف تاريخ معصومي" سن 1009ھ/1600ع ۾ مڪمل ڪئي ۽ پنجن سالن کان پوءِ 1014ھ/1605ع ۾ وفات ڪئي. مير معصوم جي پنهنجي هٿ جو لکيل نسخو ته هٿ نه ٿو اچي، پر سندس وفات کان ٽي سال پوءِ سن 1017ھ/1608ع جو نقل ٿيل نسخو "تاريخي معصومي" جو موجوده قديم ترين نسخو آهي. نسخي جي ڪتابت حبيب الله ڪوريجي جي ڪيل آهي. قلمي نسخي جي آخر ۾ ترقيم واري عبارت هي آهي:

"راقمہ ذره احقر حبيب الله عرف ڪوريجہ ساڪن قريہ ديپارچہ سرڪار سيوستان بتاريخ 26 شهر جمادي الاول 1017 بڪرم ڪريم تحرير يافت"

لاکي صاحب هن نسخي تي ڪم ڪندي، مير معصوم جي سوانح، آثارن ۽ علمي ورثي بابت مقدمي ۾ مختصر پر جامع معلومات ڏيڻ سان گڏ تاريخ معصوميءَ جي متعدد ڇاپن ۽ ترجمن جو نئين سر جائزو ورتو آهي. ڊاڪٽر لاکي ڪتاب جي اهم قلمي نسخن جي ذڪر سان گڏ هن نسخي جو تعارف، اهميت ۽ افاديت به بيان ڪئي آهي. هن نسخي جي عمر چئن صدين کان به مٿي آهي. ڊاڪٽر لاکي کي هن تحقيقي ڪم ۾ ڊاڪٽر عبدالرسول قادري، ڊاڪٽر عارف نوشاهي، ڊاڪٽر انجم حميد، ڊاڪٽر نامدار خان جوزائي، مولانا محمد انس راڄپر ۽ ڊاڪٽر خضر نوشاهيءَ ڪنهن نه ڪنهن طرح مدد ڪئي آهي، جنهن جو هن مهاڳ ۾ ذڪر ڪيو آهي. 'حرف آغاز' کان سواءِ ڊاڪٽر غلام محمد لاکي هن نسخي تي "مير معصوم: احوال و آثار" عنوان سان 30 صفحن تي مشتمل معلوماتي ديباچو يا مقدمو ڏنو آهي، جيڪو همعصر دور جي تاريخدان لاءِ تحقيق جا نوان دروازا کولي ٿو.

ڪتاب تي مظهر الحق صديقيءَ جو ٻن صفحن جو انگريزيءَ ۾ "Foreword" به لکيل آهي. 328 صفحن جي ڊبل ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 575 رپيا ۽ ڇپائيءَ جو سال 2008ع آهي.

**تاريخ سنڌ ۽ سوڪس** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب هاسانند ارجنداس پرسواڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 176 صفحا آهن ۽ قيمت 8 آنا آهي. ڇاپو ٻيو، ڪنيا لعل ايس. ناگپال، موتي پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان سال 1946ع ۾ ڇپايو.

**تاريخ شعراءِ لاڙ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب محمد هاشم ٽالپر جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب جا 64 صفحا ۽ قيمت هڪ رپيو رکيل آهي. ڇاپو پهريون، ادبي محفل بدين، بدين پريس، مان سال 1970ع ۾ ڇپايو.

**تاريخ شعراءِ لاڙ** [2] (ڪتاب): هن نالي سان هڪ ڪتاب محمد سومار شيخ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 54 صفحا آهن ۽ قيمت 12 آنا رکيل آهي. ڇاپو پهريون، سنڌ پريس، حيدرآباد مان، سال 1956ع ۾ ڇپيو. هن ڪتاب جو ڇاپو ٻيو سال 1960ع ۾ ڇپيو. هن ڪتاب ۾ لاڙ جي شاعرن جو تذڪرو آهي.

**تاريخ شورا** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌ جي سماٽ قبيلي 'شورن' جي مختصر تاريخ تي مشتمل آهي، جنهن جو مصنف دوست محمد نور محمد پٽي آهي. هن ڪتاب ۾ شورا قبيلي جي ابتدا، هندو مذهب ۾ داخل ٿيڻ، ڪترين مان سماٽ قبيلن ۾ اچڻ، سنڌ ۾ اچڻ، برهمڻ قبيلن وقت شورن جي حيثيت کان ويندي شورن جي موجوده ڳوٺن ۽ آباديءَ بابت مواد شامل آهي. هن ڪتاب ۾ شورن جي نامور شخصيتن ۽ اڳواڻن جون رنگين تصويرون پڻ ڏنل آهن. ڊيمي سائيز جلد پڪي واري هن ڪتاب ۾ 173 صفحا آهن ۽ قيمت 100 رپيا آهي. هي ڪتاب مير مشتاق علي شوري طرفان 1997ع ۾ شايع ٿيو.




**تاريخ طاهري** (ڪتاب): تاريخ طاهريءَ جو مصنف مير طاهر محمد ولد سيد حسين نسياني، اصل ٺٽي جو رهاڪو هو. ارغونن ۽ ترخانن جي دور ۾ سندس خاندان هلنديءَ وارو هو ۽ ٺٽي ۾ اچي مولانا اسحاق وٽ تعليم ورتائين. طاهر محمد جو اصل نالو عمر شاهه هو ۽ سندس ماموں دائود سهتو، دربيلي پرڳڻي جو وڏو نالي وارو سردار هو. همايون بادشاهه جڏهن هندستان مان نڪري سنڌ ۾ آيو هو ته دربيلي ۾ قيام وقت، عمر شاهه سهتي سندس گهڻي مدد ڪئي. همايونءَ خوش ٿي ڪيس پروانو لکي ڏنو ته، "آءٌ وري بادشاهه ٿيس ته دربيلي جو سارو علائقو تنهنجي حوالي ڪندس." همايون جڏهن بادشاهه ٿيو تڏهن هي فرمان جاري ڪيائين ته: "آءٌ همايون بادشاهه، دربيلي جو پرڳڻو ارباب دائود ولد عمر شاهه سهتي ۽ سندس اولاد کي بخشش ۾ ڏيان ٿو". عمر شاهه جي فوت ٿيڻ بعد بکر جي حاڪم محمود خان ڪوڪلتاش، ميرزا شاهه حسن جي حڪم تي عمر شاهه سهتي جي ٻنهي پٽن کي مارائي ڇڏيو عمر شاهه کي جيئري ڪل ۾ سبائي بکر جي قلعي تان درياهه ۾ اڇلايائين ۽ پٽ جي ڪل لهرائي ٻُهه سان ڀرائي، مرزا شاهه حسن ارغون ڏانهن، ٺٽي موڪلي ڏنائين. اهڙي ظلم سبب سهتن جا ڪجهه خاندان پنهنجي وطن سنڌ مان لڏي، احمد آباد ۾ وڃي مقيم ٿيا. طاهر محمد پنهنجي تاريخ ۾ عمر شاهه کي "جام" جي لقب سان ياد ڪيو آهي. طاهر محمد پنهنجي حياتيءَ جو ڪافي وقت پنهنجي ناناڻي ملڪ يعني ساهتيءَ جي شهر دربيلي ۾ گذاريو. ڪيس سنڌ جو "حاجي بابا" ڪري چوندا هئا. پاڻ "نسيانيءَ" جي نالي سان سڏيو ويو آهي. هن سنڌ جي قصن ۽ ڪهاڻين کي ڪتابي صورت ۾ 'نسيانيءَ' جي نالي سان لکيو جيڪو ڪتاب نظر ۾ 254 صفحن تي مشتمل آهي.



تاريخ طاهريءَ جا هن وقت ٽائين جيڪي به قلمي نسخا دستياب آهن. تن ۾ هن ڪتاب جا چار يا پنج حصا، طبقن جي عنوان سان ملن ٿا. ڇپيل متن، جيڪو ٻن قلمي نسخن تان پيتيل هو، پنجن طبقن ۾ ورهايل آهي، البت هن ۾ هڪ وڌيڪ عنوان تي "طبقهِ مرزا پائنده محمد ترخان" ڏنل آهي، جنهن مان معلوم ٿو ٿئي ته مصنف طبقن جي پوري ورهاست ڪانه ڪئي هئي. هن وقت تاريخ طاهريءَ جا جيڪي نسخا موجود آهن، انهن سمجهيو وڃي ٿو ته اهي سڀئي اصل ۾ مصنف جي هڪڙي ئي مسودي تان اُتاريل هئا. جيڪو مڪمل نه ٿي سگهيو هو. اهو مسودو، جيڪو مصنف نئين سر بياض تي نقل ڪيو هو، گهڻو ڪري وڃائجي ويو، يا انهن ئي ناقص رهيو. بهرحال ڪتاب کي هيٺينءَ ريت ڏهن طبقن ۾ ورهائي سگهجي ٿو:

**طبقو پهريون:** سومرن حاڪمن جي احوال بابت؛ **طبقو ٻيو:** سمن ڄامن جو بيان؛ **طبقو ٽيون:** شاهه بيگ ارغون جي آمد ۽ سنڌ غصب ڪرڻ بابت؛ **طبقو چوٿون:** مرزا شاهه حسن ارغون جو احوال؛ **طبقو پنجون:** ارغونن کان پوءِ سنڌ تي ترخانن جي حڪومت؛ **طبقو ڇهون:** مرزا عيسيٰ ترخان جو احوال؛ **طبقو ستون:** مرزا محمد باقيءَ جو احوال؛ **طبقو اٺون:** مرزا پائنده محمد خان بابت؛ **طبقو نائون:** مرزا جاني بيگ بابت؛ **طبقو ڏهون:** مرزا غازي بيگ ۽ ترخانن جي حڪومت جي خاتمي بابت آهي.

**تاريخ طبري** (ڪتاب): هن تاريخ جو مصنف ابوجعفر محمد بن جرير طبري (310هه/922ع) آهي. هيءَ تاريخ عربي ٻوليءَ ۾ لکيل آهي. ساسانين جي دؤر حڪومت ۾، بوعلي محمد بن محمد بلعمي، منصور بن نوح سامانيءَ جي حڪم تي 963هه/1555ع ۾، انهيءَ جو فارسيءَ ۾ ترجمو ڪيو. ترجمو نهايت سادو ۽ فارسي نثر جي قديم اندازِ بيان جو نمونو آهي. ان ۾ عربي لفظ گهٽ استعمال ٿيل آهن. هيءَ ڪتاب اسلامي تاريخ جو مستند ماخذ آهي.

**تاريخ عباسيه** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب مير علي شير "قانع" ٺٽويءَ جو 1175هه/ 1761ع ۾ تصنيف ڪيل آهي. مير علي شير، جڏهن عباسي دربار سان وابسته هو، ان وقت هن هيءَ مثنوي شاهنامي جي طرز تي، ڪلهوڙن جي تاريخ بابت لکڻ شروع ڪئي. مير علي شير قانع، ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي حڪم تي 'تاريخ عباسيه' لکڻ شروع ڪئي، هن ڪتاب کي ٻن حصن، نظم ۽ نثر ۾ تاليف ڪيو، ليڪن ٻئي نامڪمل رهجي ويا. مثنويءَ ۾ تقريباً ويهه هزار بيت موجود آهن.

**تاريخ فرشته** (ڪتاب): هن تاريخ جي ڪتاب کي "گلشن ابراهيمي" به سڏجي ٿو هيءَ تاريخ محمد قاسم استر آباديءَ جي فارسيءَ ۾ تصنيف آهي، جيڪا "فرشته" جي نالي سان مشهور آهي. هيءَ هندستان جي مفصل تاريخ آهي ۽ پنهنجي موضوع تي هڪ معتبر ڪتاب جو درجو رکي ٿي.

مؤلف، هن ڪتاب کي پهرين مرتضيٰ نظام شاهه جي نالي منسوب ڪيو هو، بعد ۾ ابراهيم عادل شاهه ثانيءَ جي وزير دلاور خان، جي دعوت تي ڪانپور ويو ۽ مؤلف ابراهيم عادل شاهه جي نسبت ڪري، پنهنجي ڪتاب جو نالو "گلشن ابراهيمي" رکيائين. هيءَ تاليف بظاهر 1015هه/1606ع ۾ تڪميل تي پهتي ۽ 1831- 1832ع ۾ غالباً پهريون دفعو بمبئيءَ ۾ ڇپي. هن جو انگريزي ترجمو 1829ع ۾ لنڊن مان ۽ 1908ع ۽ 1910ع ۾ ڪلڪتي مان شايع ٿيو

**تاريخ فيروزشاهي** (ڪتاب): ضياءُ الدين برنيءَ جي هيءَ فارسي تصنيف، سلاطين دهليءَ جي تاريخ آهي. هن تاريخ کي تاريخي ادب ۾ وڏو مقام حاصل آهي. هن تاريخ ۾ غياث الدين بلبن جي تخت نشينيءَ جي سال (664هه/1265ع) کان وٺي فيروزشاهه جي حڪومت جي ڇهين سال (758هه/1356ع) تائين حالتون بيان ڪيل آهن. مؤلف هيءَ تاريخ 758هه/1356ع ۾، 74 سال جي عمر ۾ تاريخ فيروز شاهيءَ جي نالي سان لکي پوري ڪئي. قاضي منهاج الدين جي




'تاليف طبقات ناصريءَ' ۾ سلطنت جي قيام کان سلطان ناصر الدين بن شمس الدين التتمش جي عهد تائين جي تاريخ آهي. ان کان پوءِ جي جن انن بادشاهن جي حالات ۽ واقعن کي بيان ڪيو ويو آهي، تن ۾ سلطان غياث الدين بلبن، سلطان معزالدين ڪيقباد، سلطان جلال الدين فيروز خلجي، سلطان علاؤالدين خلجي، سلطان قطب الدين خلجي، سلطان غياث الدين تغلق، سلطان محمد بن تغلق شاهه ۽ سلطان فيروز شاهه تغلق شامل آهن. ان ڪانسواءِ شهزادن ۾ شهزادي شادي خان، شهزادي فتح خان، قطب الدين اميرالامراء، فخر الدولہ، خان جهان، تتار خان، جلال الدين ڪرماني، عمادالملڪ، افتخار الملڪ، ملڪ محمود شير خان، ظفر خان، ملڪ عين الملڪ، امير احمد اقبال جي ذڪر سان گڏوگڏ امير خسرو، امير حسن سنجري ۽ ٻين جو احوال پڻ ڏنل آهي. هيءَ ڪتاب 1860ع/ 1862ع ۾ ڪلڪتي ۾ ڇپيو. جيڪو تاريخ هندستان جي حوالي سان هڪ معتبر ماخذ سمجهيو ويندو آهي. ڪجهه مغربي مؤرخن هن ڪتاب جي ڪافي حصن جو انگريزيءَ ۾ ترجمو پنهنجن ڪتابن ۾ شامل ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ عموماً حڪمرانن جي مفصل حالاتِ زندگي ۽ سندن سياسي ۽ جنگي ڪارنامن تي زور ڏنو ويو آهي. ضياءُ الدين برنيءَ جي خاندان بابت نه هئڻ برابر معلومات ملي ٿي. جيئن ته هي پاڻ کي برني چوي ٿو، ان ڪري ٿي سگهي ٿو ته هي برن شهر ۾ پيدا ٿيو هجي. ضياءُ الدين برنيءَ جا وڏا سڀ امير ۽ وزير هئا. هن جو پيءُ مؤيد الملڪ برن شهر ۾ متعين هو ۽ هن جي ماءُ ڪيتل جي سادات گهراڻي مان هئي. پاڪستان ۾ هن ڪتاب جو اردو ترجمو ڊاڪٽر سيد معين الحق ڪيو آهي. جيڪو مرڪزي اردو بورڊ، لاهور، طرفان ڇاپيو ويو. اردو سائنس بورڊ وارن طرفان هن ڪتاب چوٿون ڇاپو 2004ع ۾ ڇاپيو ويو، جنهن جي قيمت 450 رپيا ڄاڻايل آهي.

**تاريخ فيروز شاهي**[2] (ڪتاب): شمس سراج عفيف جو هي فارسي ڪتاب سلطان فيروز شاهه تغلق بابت آهي. سراج عفيف، سلطان فيروز شاهه جي ولادت 709هه/ 1309ع کان لکڻ شروع ڪري ان جي وفات 790هه/ 1388ع تي ڪتاب پورو ڪيو آهي. هن عهد تي ضياءُ الدين برنيءَ جو لکيل ڪتاب 'تاريخ فيروز شاهي' به ڪافي گهڻو مستند آهي. برنيءَ جي تاريخ ۾ سياست، مذهب، فلسفو ۽ سياسيات آهي، جڏهن ته شمس سراج عفيف هن عهد جي سماجي ۽



ثقافتي رخن تي زور ڏنو آهي. انهيءَ ڪري هن ڪتاب جي اهميت گهڻي آهي. هن ڪتاب کي پنجن حصن ۾ ورهايو ويو آهي. پهرين، ٻئي، ٽئين ۽ چوٿين حصي ۾ ارڙهن ارڙهن باب شامل آهن ۽ پنجين حصي ۾ پندرهن باب آهن. ٽئين حصي جا پهريان ٻارهن باب سنڌ (ٺٽي) متعلق آهن. هن ڪتاب جي مصنف شمس سراج عفيف جي باري ۾ گهڻي معلومات نه ٿي ملي. پر تاريخ مان خبر پوي ٿي ته هن جي خاندان جا غياث الدين تغلق سان تمام گهاٽا تعلقات هئا. شمس سراج کي دربار سان وابستگيءَ جو موقعو مليو. هن جيڪي ڪجهه لکيو آهي، سو اکين ڏٺل واقعن يا مضبوط شهادتن تي مشتمل آهي. هن مستند تاريخ جو فارسي زبان مان اردو ٻوليءَ ۾ ترجمو محمد فدا علي طالب ڪيو آهي. ان جو اردو ترجمو فڪشن هائوس، لاهور وارن طرفان 2004ع ۾ شايع ٿيو. جنهن جي قيمت ٻه سؤ پنجاهه رپيا آهي.

**تاريخ قوم هَڪڙا** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 46 صفحا آهن، ۽ قيمت هڪ رپيو رکيل آهي. ڇاپو پهريون، هَڪڙا همدرد جماعت شڪارپور، سنڌ زميندار پريس، سکر مان سال 1966ع ۾ ڇاپيو.

**تاريخ ڪچ ۽ مڪران** (ڪتاب): ”تاريخ ڪچ ۽ مڪران“ ڪتاب اصل ۾ ”تاريخ الهند“ ڪتاب جي ائين جلد جو ترجمو آهي. هي ڪتاب اردو ٻوليءَ ۾ مرزا محمد ڪاظم مراد آباديءَ جو لکيل هو جنهن جو سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو حاجي شاهه محمد بلوچ ڪيو آهي. هن ڪتاب جو اصل اردو مسودو پهرين الهند پريس مراد آباد، هندوستان ۾ 1905ع ۾ ڇپيو. مصنف هن ڪتاب ۾ ڪچ ۽ مڪران ۾ رهندڙ ٻن قومن يعني بلوچن ۽ ميمڻن بابت احوال ڏنو آهي. هن سنڌي ڊيمي سائيز واري ڪتاب جي قيمت 50 رپيا آهي. 71 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب گلشن پبليڪيشن حيدرآباد 2006ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.




**تاريخ ڪيا ڪهتي هي** (اردو ڪتاب): ڊاڪٽر مبارڪ عليءَ جو هي ڪتاب آگسٽ 1993ع ۾ تخليقات لاهور ڇاپيو هو. ڊيمي سائيز جي 123 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 35 رپيا آهي. هن ڪتاب ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي عروج ۽ زوال، اردو زبان جي طبقاتي ڪردار، پاڪستان هڪ قومي ملڪ جو نه ٿي سگهيو تاريخ ۽ ماضي، ڪارل وٽ فوگل ۽ مشرقي ڊڪٽيٽرشپ، نواداياتي نظام جي سياست ۽ سست قومن جي تصور، احياءَ (جاڳرتا) جي تحريڪ، نوآبادياتي دور، هڪ تجزيو 14 آگسٽ، يوم حساب، اقليتون ۽ تحريڪ پاڪستان سنڌي قومپرستي ۽ مهاجر سجاڳ، مذهبي رواداري جهڙن موضوعن تي لکيو آهي. هن ڪتاب ۾




سنڌس ۾ انٽرويو به شامل آهن. جيڪي ڪائنس تنوير قيصر ۽ سهيل وڙائچ ورتا هئا.

**تاريخ ڪَي نظريات** (اردو ڪتاب): ڊاڪٽر مبارڪ عليءَ جو هي ڪتاب نگارشات لاهور ان وقت ڇاپيو هو جڏهن ڊاڪٽر مبارڪ شعبي تاريخ، سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ استاد هو هن ڊيمي سائيز جي 205 صفحن تي مشتمل ڪتاب جي قيمت 30 رپيا آهن. هن ۾ ڊاڪٽر مبارڪ عليءَ هن ڪتاب ۾ تاريخ جي علم سمجهڻ لاءِ 15 مفڪرن: ابن خلدون، ويچو ڪانت، برڊن، هيگل، مارڪس، بڪ هارڊٽ، ويني لوسڪي، اسپنگلر، ڪولنگ وڊ، رينائر، اي. ايڇ. ڊانس، ڪروچي، ٽوائن بي ۽ ول ڊيورائٽ جي نظرين کي پيش ڪيو آهي.

**تاريخ گولاڙچي** (ڪتاب): هي ڪتاب مولانا رمضان مهيريءَ، گولاڙچي (تعلقي شهيد فاضل راهو) ضلع بدين جي، تاريخ جي موضوع تي لکيو آهي. هن ڪتاب ۾ گولاڙچيءَ جي اوليائن، درويشن، عالمن، شاعرن، اديبن ۽ مشهور شخصيتن جو احوال ڏنو ويو آهي. هي ڪتاب انجمن اشاعت الاسلام، بخاري شريف بدين پاران 2004ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو. ڊيمي سائيز ۽ ڪچي جلد سان 192 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت ڄاڻايل نه آهي.




**تاريخ گوئي**: علم بديع جي اصطلاح ۾ تاريخ گوئي، انهيءَ نظم کي چئبو آهي، جنهن جي ڪنهن لفظ يا جملي يا مصرع مان، ابجد وارن حرفن جي حساب ذريعي ڪنهن واقعي (جهڙوڪ رحلت، پيدائش، شادي، تعمير ۽ تصنيف) بابت سال يا سن نڪري اچي. مطلب ته لفظ يا جملي يا پوري مصرع جي عددن مان، سن يا سال نڪري. ابجد واري حساب تي حرفن جا عدد مقرر ڪيل آهن، جي هيٺين ريت آهن:

| | | | | | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ا | ب | ج | د | هه | و | ز | ح | ط | ي |
| 1 | 2 | 3 | 4 | 5 | 6 | 7 | 8 | 9 | 10 |
| ڪ | ل | م | ن | س | ع | ف | ص | ق | ر |
| 20 | 30 | 40 | 50 | 60 | 70 | 80 | 90 | 100 | 200 |
| ش | ت | ث | خ | ذ | ض | ظ | غ | | |
| 300 | 400 | 500 | 600 | 700 | 800 | 900 | 1000 | | |

مٿي ڏنل حرفن کانسواءِ ٻيا ڪيترائي حرف سنڌي زبان ۾ رائج آهن، جن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو مثلاً :

1. ب، ٻ، ڀ، 2 عدد 'ب' وانگر.

2. ٽ، ٺ، ٿ، 400 عدد 'ت' وانگر.
3. ڃ، ڄ، چ، جھ، 3 عدد 'ج' وانگر.
4. ڊ، ڌ، ڍ، ڏ، 4 عدد 'د' وانگر.
5. ڙ، ژ (فارسي زبان واري) 200 عدد 'ر' وانگر.
6. ڪ، گ، ڳ، ڱ، گهہ، 20 عدد 'ڪ' وانگر.
7. ڦ 80 عدد 'ف' وانگر.
8. ڻ 50 عدد 'ن' وانگر

**غايت جمل:** جمل جي ذريعي انگن جو ڪم حرفن کان ورتو وڃي ٿو. ڪنهن واقعي تي (جهڙوڪ پيدائش، شادي ۽ موت وغيره) ڪجھ اهڙن لفظن کي جمع ڪجي، جنهن جا مجموعي انگ، واقعي جي سن برابر هجن، جنهن کي "مادهء تاريخ" چئبو آهي.

**صوري:** يعني ڪنهن واقعي جي تاريخ صاف صاف لفظن ۾ عدد شمار ڪرڻ ۾ چئي وڃي، تنهن کي "صوري تاريخ" چئجي ٿو.

عيسوي تاريخ صوري لئي ٻڌم
ٻن هزارن پنج جو ڪر انتخاب
2005ع

('ٻه هزار' پنج، کي انگن ۾ لکڻ سان 2005ع گهربل سال حاصل ٿيندو)

**معنوي:** ڪنهن واقعي جي تاريخ حرفن، يا لفظن جي مجموعي مان ابجد ذريعي حاصل ٿيڻ کي "تاريخ معنوي" چئبو آهي.
مثلاً:

لطف سان حق جي ڇپي ظاهر ٿيو
"زبده منظور رب" سيفي ڪتاب
1426 ھ

(" ") (ڪامائن) ۾ آيل لفظن "زبده منظور رب" جي هر هڪ حرف جا ابجدي انگ جمع ڪرڻ سان گهربل سن حاصل ٿيندو).

**تاريخ مفرد:** يعني ڪنهن هڪ حرف جي عدد جمل مان تاريخ نڪري، جهڙوڪ: عنبرحبشي تي ميرعلي مراد خان ٽالپر ڪاوڙيو، جنهن تي شاعر هيٺ ڏنل تاريخ چئي:

"حائي" حبشي جا عدد بس اٺ وٺي
ٽي دفعا اڌ اڌ ڪري سي ڪم ڪريو

"ح" جا عدد اٺ آهن، ان کي اڌ ڪبو ته 4 عدد ٿيندا، وري ان کي اڌ ڪبو ته 2 عدد ٿيندا، وري ٽيون دفعو ان کي اڌ ڪبو ته 1 عدد ٿيندو. هاڻي انهن چئني انگن کي هڪ سٽ ۾ لکبو ته سا ل "1248"هجري نڪرندو.

**تاريخ مرڪب:** اها تاريخ جا هڪ لفظ يا ٻين ڪيترن گڏيل لفظن مان نڪري. جهڙوڪ سيد ثابت علي شاهه، مير فتح علي خان ٽالپر جي تاريخ وفات ۽ تاريخ مرقد هڪ ئي مصرع ۾ چئي آهي.

"مڪين قصر بهشت" و "مڪان بهشتي قصر"
1217 ھ (تاريخ، وفات) (1218ھ تاريخ مرقد)

**تاريخ منثور:** يعني اها تاريخ جا ڪنهن نثر جي فقري مان نڪري جهڙوڪ:

"مرحوم بهشت جي "باغ والا شان" ۾ وڃي مقيم ٿيو".
1392ھ

**تاريخ منظوم:** يعني جا هڪ مصرع يا جزو مصرع يا سالم شعر مان نڪري اچي جهڙوڪ:

"معتمد شاهڪار ثابت جو"
980ع

**تعميه:** هي تعبيه جي هم معنيٰ لفظ آهي. ماده تاريخ جي عددن ۾ ڪمي هجي ته ان کي مناسب لفظن جي عددن سان پورو ڪيو وڃي. جيئن ته سنه 1320ھ ميرزا قاسم علي بيگ جي شيرين سخنيءَ تي ميرزا بيدل بيگ قطعه تاريخ چئي.

"پيڪ شيرين سخن" مان ڳولي سن
سر حاسد ڪپي برابر ڪر

"پيڪ شيرين سخن" جا عدد 1312 آهن، تنهن ۾ حاسد جي "ح" جا 8 عدد جوڙ ڪبا ته مطلوبه سال 1320ھ نڪرندو.

حضرت امام حسين عليه السلام جي سال ولادت ۽ سال شهادت جي تاريخ سڪندر علي ميرزا جرار هيئن ڪڍي آهي:

عيان ٿي دال مان "دين" جي ولادتِ شبير
بچيل حروف مان ظاهر شهادتِ شبير

يعني ولادت جو سال "د" برابر سنه 4 هجري ۽ شهادت جو سال "ين" برابر 60 هجري جي آهي.

**تخرجه:** يعني مادهء تاريخ ۾ عدد زياده هجن ته انهن کي مناسب لفظن سان گهٽ ڪيو وڃي. جهڙوڪ: حضرت امام حسين عليه السلام جي شهادت جي تاريخ "تخرجه" مان منقوط ۽ غير منقوط سڪندر علي ميرزا جرار هيئن ڪڍي آهي:

سرِحسين جدا ٿيو خرد چئي روئي
حروفِ بي نقط و نقطدار ۾ تاريخ

يعني حسين جي "ح" ڪڍي، "س" مان تاريخ بي نقط برابر 60 هجري ۽ "ين" مان تاريخ نقطدار برابر سن 60 هجري نڪري ٿو.

حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جن جي تاريخ رحلت هيئن نڪري ٿي.

تعميه ۾ چئي خرد تاريخ
ڪئي محمد زماني مان رحلت
103-92=11

يعني "زماني" جي عددن 103 مان "محمد" جا عدد 92 ڪاٽبا ته باقي 11 عددن مان حضور صلي الله عليه وآله وسلم جو سالِ رحلت نڪرندو.

سنه 1269ھ ۾ مير علي مراد خان نئون باغ لڳايو. جنهن جو ماده تاريخ ميرزا فتح علي بيگ "ط و ب ا" مان ڪڍيو.

واهه ڇا جنت نما گلشن ٿيو
جا بجا جنهن مان ڏسان ط و ب ا پيو
1290ھ

تاريخ گوئيءَ جو بنياد ايران جي فارسي گو شاعرن وڌو ۽ ان کان پوءِ ان جو برصغير سنڌ ۽ هند ۾ رواج پيو. تاريخ گوئيءَ جي فن ۾ ٿئي جي قديم فارسي گو شاعرن کي وڏي مهارت حاصل هئي. انهن تاريخ گوئيءَ ۾ نيون نيون صنعتون ايجاد ڪيون، جن جا مثال "مقالات الشعراء" ۽ ٻين قلمي نسخن ۾ موجود آهن.

**تاريخ ڳالهائي ٿي** (ڪتاب): هي ڪتاب نالي واري دانشور ڪامريڊ سوڀي گيانچندڻائيءَ جي 38 ڪالمن تي مشتمل آهي، جيڪي روزاني عوامي آواز، جاڳوءَ سنڌ سجاڳ ۾ شايع ٿيا هئا. هن ڪتاب ۾ شامل ڪالم، بين الاقوامي توڙي سنڌ جي موضوعن تي وڏي بيباڪيءَ سان لکيا ويا آهن. سوڀو گيانچندڻائي پنهنجي پيش لفظ ۾ لکي ٿو: ”هنن ڪالمن ۾ مون اڪثر پنهنجي ذاتي چاهه ۽ امنگ کان ڪم ورتو آهي. نه ڪنهن کي خوش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم، ۽ انهن کي حل ڪرڻ لاءِ جيڪي رٿون پيش ڪيون اٿم، ممڪن آهي اسان جا حاڪم حلقا ۽ منهنجا دانشور، دوست ناپسند به ڪندا، پر جيڪي ڪجهه لکيو اٿم، سو بلڪل ايمانداريءَ سان لکيو اٿم.“




سنڌي ساهت گهر حيدرآباد پاران، هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو آڪٽوبر 1994ع ۾ شايع ڪيو ويو. ڪچي جلد سان، 138 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 45 روپيا آهي.

**تاريخ لانگاهه** (ڪتاب): احمد خان لانگاهه جو اردوءَ ۾ تصنيف ٿيل هي ڪتاب ”تاريخ لانگاهه“، علمي پرنٽرس ڪراچيءَ مان 1989ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. هن ڊيمي سائيز جي 190 صفحن تي مشتمل ڪتاب جي قيمت 100 رپيا آهي. هن ڪتاب ۾ لانگاهه قبيلي جي عروج ۽ زوال جي تفصيلي ذڪر سان گڏ هن قبيلي جي ٻن عظيم شخصيتن، سلطان حسين برهان الدين لانگاهه ۽ شهيد شاهه عنايت لانگاهه تي تفصيلي روشني وڌل آهي. ليکڪ ڳوٺ گوزي تعلقي خيرپورناٿن شاهه ضلعي دادو جو وينل هو.

**تاريخ مٽياري** (ڪتاب): هن ڪتاب جو ليکڪ مقصود احمد قاضي آهي، ڪتاب جو انتساب ليکڪ پنهنجي والد سيف الدين قاضيءَ ۽ پنهنجي والده زيب النساءِ جي نالي ڪيو آهي. ڪتاب ۾ مختلف موضوع آهن، جن ۾ مٽياريءَ جي اجمالي تاريخ، متعلوي ساداتن جا مشهور پاڙا، مٽياريءَ جا سادات، مشاهير، قاضي گهراڻا، شيخ نور محمد جو خاندان، ميمڻ ۽ شيخن جا شجرا ڍاسوڙي ميمڻن جو گهراڻو، متفرق شخصيتن جو بيان، موجوده دور جون متفرق ادبي، صحافتي ۽ سماجي شخصيتون، متفرق شجرا، خلافت تحريڪ ۾ مٽياريءَ جو حصو ڪجهه مشهور مسجدون، انگريزن جي تعليمي نظام جا ڪجهه مشهور استاد، ڪجهه معروف ڊاڪٽر، لائبريريون، فن ۽ فنڪار، ثقافتي اهڃاڻ، مسجدن، درگاهن ۽ شخصيتن جا فوٽو ۽ نقشا ڏنل آهن. هي ڪتاب علمي ادبي اشاعت گهر مٽياريءَ پاران 2006ع ۾ ڇپرايو ويو ڊيمي سائيز ۾ 416 صفحن تي مشتمل پڪي جلد واري هن ڪتاب جي قيمت 350 رپيا آهي.




**تاريخ مظهر شاهجهاني** (ڪتاب): هيءَ مغلن جي حڪمرانيءَ دؤران لکيل، سنڌ جي هڪ مستند تاريخ آهي، ان وقت جي فارسيءَ جي عالم، يوسف ميرڪ بن مير ابوالقاسم نمڪين هيءَ تاريخ 1044هه/ 1634ع ۾ لکي پوري ڪئي. ڪتاب لکجڻ کان جلد ئي پوءِ، هي ڪتاب گمنام ٿي ويو. تاريخ مظهر شاهجهاني 1962ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ، پير حسام الدين راشديءَ جي اردوءَ ۾ لکيل مهاڳ سان فارسيءَ ۾ شايع ڪئي.

هن ڪتاب جو سنڌيءَ ۾ ترجمو سنڌ جي برک شاعر ۽ اديب نياز همايونيءَ ڪيو جيڪو سنڌي ادبي بورڊ 1979ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو جڏهن ته ان جو انگريزيءَ ۾ ترجمو ڊاڪٽر سليم اختر ڪيو جيڪو 1990ع ۾ اسلام آباد مان ڇپيو آهي.

هيءَ ڪتاب سنڌ جي مغل دؤر جو ماخذ آهي، پر ڪٿي ڪٿي سمن، ارغونن ۽ ترخانن بابت پڻ هن ڪتاب ۾ مواد ملي ٿو هن ڪتاب کي سنڌ جي سورهين ۽ سترهين صديءَ جو گزيٽيئر به چئي سگهجي ٿو هن ڪتاب ۾ يوسف ميرڪ سنڌ جي مختلف علائقن ۾ رهندڙ ماڻهن جي روين، تهذيب ۽ ثقافت، رسم ۽ رواج ۽ سنڌن مزاج جو چڱيءَ طرح مشاهدو ڪيو آهي. يوسف ميرڪ پاڻ به مغل دؤر جي اوائل ۾ سيوهڻ جي راڄڌانيءَ ۾ ڪنهن سرڪاري عهدي تي رهيو هو پر ٻين کان متضاد ۽ منفرد طبيعت جي مالڪ هئڻ ڪري جلد ئي هن انهن عهدن کان لاتعلقي ظاهر ڪري ڇڏي. سنڌ جي هن تاريخ کي مستند ڪتاب سمجهيو وڃي ٿو. مؤلف ڪتاب ۾ عام سرڪاري مورخن جي پيروي ڪندي سنڌ جي مختلف ويڙهاڪ قبيلن کي فسادي ۽ ملڪ دشمن سان گڏ ڪين ”جاهل ۽ ڪافر“ لکيو آهي ۽ مغلن جي ساراهه ڪئي آهي، پر هن ڪتاب ۾ مغلن جي ظلم ۽ بربريت جي عڪاسي به ٿيل آهي. ان حوالي سان هيءَ پهريون ڪتاب آهي، جنهن ۾ سنڌ تي مغلن جي قبضي جي پهرين اڌ صديءَ جي حالتن تي روشني وڌل آهي. هي ڪتاب تاليف جي حوالي سان بيگلارنامي (1034هه/ 1625ع) ۽ ترخان نامي (1065هه/ 1654ع) جي وچ جي ڪڙي آهي. جنهن کي مؤلف 1039هه/ 1629ع ۽ 1044هه/ 1636ع جي وچ ۾ لکي پورو ڪيو. هن فارسي تاريخ جي تصحيح، مقدمو ۽ حاشيا، سنڌ جي عظيم مورخ سيد حسام الدين راشديءَ لکيا آهن، ۽ سنڌي ادبي بورڊ اُن جو پهريون ڇاپو، 1962ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. جنهن جي قيمت 10 رپيا رکيل آهي.




**تاريخ مَعصُومِي** (ڪتاب): سنڌ بابت لکيل فارسي تاريخن مان هيءَ هڪ آڳاٽو ۽ جهونو ڪتاب آهي، جيڪو ظاهر ۾ ته مير محمد معصوم پنهنجي پٽ مير بزرگ جي چاهه ۽ هدايت لاءِ تصنيف ڪيو. پر هن ڪتاب ۾ قديم دؤر کان وٺي سنڌ جي مغليه غلاميءَ تائين، ڏيهي حالتن تي سٺي روشني وڌل آهي. ميرصاحب ارغوني دؤر جي سنڌ جي مشاهيرن جو الڳ ذڪر به هن تاريخ ۾ ڪيو آهي.

هيءَ ڪتاب اصل ۾ ميرمحمد معصوم بکريءَ جو فارسيءَ ۾ لکيل آهي، جنهن جو ترجمو مخدوم امير احمد ڪيو آهي. واضح هجي ته ”تاريخ

معصوميءَ" جا هن ترجمي کان اڳ ٻه ٻيا ترجما ٿي چڪا هئا. پهريون ترجمو ڪئپٽن ماليٽ (G.G Malet) انگريزي ٻوليءَ ۾ ڪيو. جيڪو 1855ع ۾ بمبئيءَ مان شايع ٿيو. ٻيو ترجمو ديوان ننديرام، سنڌيءَ زبان ۾ ڪيو جيڪو 1861ع ۾ ڪراچيءَ مان شايع ٿيو. ٽيون هڪ بلڪل گمنام ترجمو، اردوءَ ۾ پنجاب جي ڪنهن صاحب ڪيو ۽ لاهور مان شايع ٿيو. اهي اوائلي ترجما، "تاريخ معصوميءَ" جي ڪنهن هڪ اڌ قلمي نسخي کي آڏو رکي ڪيا ويا هئا. ان کان پوءِ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽي، تاريخ معصوميءَ جا ڇهه اصلوڪا نسخا سامهون رکي، فارسيءَ ۾ هڪ مستند متن تيار ڪيو، جيڪو 1938ع ۾ بمبئيءَ مان شايع ٿيو.

هن سنڌي ترجمي جو بنياد، ڊاڪٽر دائودپوٽي صاحب جي تيار ڪيل فارسي متن تي رکيل آهي. تاريخ معصوميءَ ۾ وليد بن عبدالملڪ جي زماني کان وٺي ارغون دور تائين سنڌ جو تذڪرو شامل آهي. ڊيمي سائيز جي 419 صفحن تي مشتمل، هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو، سنڌي ادبي بورڊ جي سيڪريٽري محمد ابراهيم جويي، 1959ع ۾ اسلاميه پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان ڇپائي، پڌرو ڪيو ۽ اُن جي قيمت 5 رپيا رکيل آهي.

**تاريخ مون کي بي ڏوهي قرار ڏيندي** (ڪتاب): هي ڪتاب ڪيوبا جي انقلابي اڳواڻ فيڊل ڪاسترو جو لکيل آهي. جنهن کي سنڌيءَ ۾ انور پيرزادي ترجمو ڪيو آهي. ڪيوبا ۾ بٽستا جي حڪومت خلاف ملڪ ۾ تشدد وارو عوامي ردعمل ٿيڻ اٿڻ هو سياسي اڳواڻن جو لالچي ڪردار، حڪومت ۾ رشوت خوري، پوليس جو وحشيانو تشدد، حڪومت جو عوام جي بنيادي ضرورتن جهڙوڪ تعليم، طبي امداد، رهائش، سماجي انصاف ۽ اقتصادي سهولتن ڏانهن بي ڌياني هر هڪ ملڪ وانگي ڪيوبا ۾ به انقلاب کي ڪُلي دعوت ڏئي چڏي هئي. هي ڪتاب ڪيوبا جي جدوجهد بابت لکيل آهي. جنهن ۾ فيڊل ڪاسترو جا پنهنجي ڪيس کان ڪجهه مهينا پوءِ لکيل خط ۽ آڪٽوبر 1953ع واري تاريخي تقرير به شامل آهي. هي ڪتاب روشني پبليڪيشن ڪنڊياري پاران سال 1985ع ۾ شايع ڪيو ويو. ڪچي جُلد سان، 155 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 18 روپيا آهي.




**تاريخ ۾ فرد جو ڪردار** (ڪتاب): هي ڪتاب روسي ليکڪ ۽ سياسي اڳواڻ گيارگي پليخانوف جي انگريزي ڪتاب جي اردو ترجمي جو سنڌي ترجمو آهي. پيلخانوف کي روس ۾ 'مارڪسزم جو ابو' پڻ سڏيو ويندو هو. هن ڪتاب ۾ معاشري ۾ فرد جي ڪردار بابت تنقيدي جائزو پيش ڪيل آهي ۽ دنيا جي عظيم انسانن جي مثالن سان فرد جي تربيتي رهنمائي پڻ ڪئي وئي آهي. ڊيمي سائيز ڪچي جلد واري 64 صفحن جي هن ڪتاب جي قيمت 10 رپيا آهي. هي ڪتاب آدرش پبليڪيشن حيدرآباد پاران 2006ع ۾ شايع ٿيل آهي ۽ سنڌ جي سڃاڻ اديب خاڪي جويي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي.




**تاريخ نگاري**: تاريخ نگاري هڪ جديد فن آهي، جنهن ۾ مورخ، انساني سرگرمين کي قلم بند ڪري ۽ ان مان صحيح نتيجا اخذ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. انساني تجربي جي مطالعي کي هڪ ناگزير ۽ فطري عمل قرار ڏيڻ ۽ تاريخ کي سائنٽيفڪ نقطئه نظر سان جاچڻ جي تصور ارڙهين صديءَ جي آخر ۽ اوڻيهين صديءَ جي ابتدا ۾ زور ورتو. ارڙهين صدي کان پهرين ڪنهن به تهذيب ۾ تاريخ نگاريءَ کي اهم مقام حاصل نه هو ۽ نه باقاعدي تعليم جو حصو سمجهي ويندي هئي ۽ نه انساني زندگيءَ جي تشريح ۽ تفسير جي حيثيت ۾ ڪو مقصد هو هي ڪم مذهب، فلسفي، ڊرامي ۽ شاعريءَ جي حدن ۾ ايندو هو. ارسطو پنهنجي تصنيف "شعريات" ۾ تاريخ کي محض ان ڪري ناقابل اعتبار قرار ڏنو آهي، جو ان ۾ صرف مخصوص واقعن جوئي ذڪر ٿيندو آهي ۽ ڊرامي وانگر هڪ مربوط پلاٽ جي وسيلي ڪنهن عام صداقت جو اظهار نه ٿو ڪيو وڃي.

1. مغربي روايت:

**قديم تاريخ نگاري**: قديم تاريخ، ادب جو ئي هڪ حصو سمجهي ويندي هئي. پنجين صدي ق.م ۾ قديم دور جا ٻه انتهائي اهم مورخ يونان جا هيروڊوٽس (Herodotus) ۽ ٿيسيڊائڊس (Thycydides) ٿي گذريا آهن. ڪانئن پوءِ اتي ڪو ٻيو ايڏو وڏو مورخ پيدا ٿي نه سگهيو. قديم زماني جي تاريخ نگاريءَ جو صحيح اندازو ان ڪري به ڏکيو آهي، جو پولي يس (Polyius)، لي وي (Live) ۽ طيسي طس (Tacitus) جهڙن مشهور مؤرخن جون تصنيفون يا ته سڀ جون سڀ ضايع ٿي چڪيون آهن يا انهن جا صرف ڪي حصا ئي دستياب ٿي سگهيا آهن.

يوناني تاريخ نگاري جي واڌ ويجهه گهڻو ڪري ايوني (Ionian) فلسفين جي ڪري ئي ٿي. هيروڊوٽس (Herodotus) باوجود روايت پرستيءَ جي پنهنجي تصنيف کي "تفتيش" (Historia) جوئي نالو ڏنو هو. هن کي دنيا گهمڻ جو شوق هو. هن ايران جي وسيع سلطنت جي چپي چپي تي تحقيق ڪئي ۽ اتي جي رهاڪن جي عادتن، طور طريقن، رسمن ۽ رواجن جو گهريءَ نظر سان مطالعو ڪيو هو.

يونان جي مؤرخن جو سڀ کان وڏو ڪارنامو اهو آهي ته انهن واقعي ۽ افسانے ۾ فرق ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. انهن ۾ سڀ کان وڏو مورخ ٿيسيڊائڊس هو. جنهن پلي پونيشي جنگ جا واقعا قلم بند ڪيا.

هيروڊوٽس پنجين صدي ق.م ۾ ايرانين جي خلاف يونان جي ڪامياب مقابلن کي پنهنجو موضوع بنايو. ظاهر آهي ته هي موضوع محدود قسم جا هئا ۽ انهن مؤرخن جي ئي زماني سان تعلق رکندا هئا. ان ڪري انهن جي بيان ۾ هڪ ڊرامائي ڪيفيت شامل آهي ۽ اهي ادبي شاهڪار جي حيثيت رکن ٿا.

**ابتدائي مسيحي تاريخ نگاري**: چوٿين صدي عيسويءَ دوران رومن سلطنت ۾ عيسائيت جي فروغ جي ڪري تاريخ نگاريءَ جي هڪ اهڙي قسم کي ترقي ملي، جيڪو يونان ۽ روم جي غير ترقي يافته (Pagan) تاريخ نگاريءَ کان بلڪل جدا هو. ابتدائي مسيحي تاريخ نگاريءَ جو سرچشمو يهوديت هو. قديم ماڻهن ۾ رڳو يهودين وٽ ئي پنهنجي ماضيءَ کي ياد ڪرڻ مذهبي فرض ۾ شامل هو. عيسائين "عهدنامه عتيق" کي جيئن جو تيئن قبول ڪري ورتو. ان کانسواءِ انهن پنهنجي طرفان مقدس تاريخ جي گهڻن ئي حصن ۾ اضافو ڪيو. حضرت عيسيٰ جو قصو جنهن

جي ولادت متعلق ”عهدنامہ عتيق“ ۾ پيشن گوئي ڪئي وئي هئي، هڪ عرصي تائين عيسائي مؤرخن جي ڌيان جو مرڪز رهيو. عالمي تاريخ جو تصور عيسائيت کان پهرين بہ موجود هو، پر عيسائي مؤرخن ان کي پهريون دفعو مؤثر طريقي سان استعمال ڪيو.

چوٿين ۽ پنجين صديءَ جي عيسائي مؤرخن کي پنهنجي زماني جي تاريخ سان دلچسپي نہ هئي. هن ئي دور جي لاطيني ڪليسا جي سڀ کان قدآور شخصيت سينٽ اگسٽائن جي هئي. جنهن پنهنجي مشهور تصنيف ”خدا جي شهر“ (City of God) ۾ جيڪي تاريخي احوال پيش ڪيا آهن، تن جو مقصد اهو ٻڌائڻ هو تہ غير عيسائي معاشرو ڪيڏو نہ تباهي جي حالت ۾ آهي.

**اوڻيهين ۽ ويهين صديءَ جي تاريخ نگاري:** اوڻيهين صديءَ جي ابتدا کان ئي تاريخ نگاريءَ ۾ وڏيون اهم تبديليون ٿيڻ لڳيون. ان جو اظهار سڀ کان پهرين ۽ چٽو جرمن مؤرخن جي تحريرن ۾ ملي ٿو. اهو گهڻو ڪري انقلاب فرانس ۽ پوءِ جرمنيءَ جي نپولين جي اقتدار هيٺ اچڻ جو رد عمل هو. 1815ع کان پوءِ يورپ ۾ اهي پابنديون باقي نہ رهيون، جيڪي نيپولين جي دور تائين دانشور طبقي تي مڙهيل هيون. ذهني آزاديءَ جي انهيءَ ماحول ۾ چارلس ڊارون جي جڳ مشهور تصنيف ”Origin of Species“ 1859ع ۾ منظر عام تي آئي، جنهن انساني فڪر ۽ ارتقا جي نظريي ۾ هڪ انقلاب پيدا ڪري ڇڏيو. ان کان پوءِ تاريخ نگاريءَ متعلق حڪومتن کانسواءِ خود ڪليسا جي رويي ۾ بہ رواداريءَ جو رجحان پيدا ٿيڻ لڳو ۽ مؤرخ حڪومتي ادارن جي دستاويزن کانسواءِ بيانيہ ماخذن مخطوطن، ڪتابن، آثار قديم، جاگرافيائي معلومات، سڪا، سَندُون ۽ ٻين مشاهدن مان فائدو وٺڻ لڳا.

چارلس لانگ لوئس (Lang lois) ۽ چارلس سائينوبوس (Scignobos) جي مشهور تصنيف ”مقدمہ مطالعہ تاريخ“ کان سواءِ فرينچ مورخ فرڊيننڊلات جي تحريرن بہ تاريخ نگاريءَ جون نيون راهون کوليون. هن سلسلي ۾ جرمنيءَ جي هڪ وڏي مؤرخ ليوپولڊن فان رانڪي جو تذڪرو پڻ ناياب آهي. 19هين صديءَ جي جديد تاريخ نگار گهڻو ڪري جرمنيءَ جا رهاڪو هئا، خاص طور هرڊر تاريخ کي هڪ نئون رخ ڏنو. جنهن جو خيال هو تہ تاريخ انساني ذهن جي رفتار جو سرسري جائزو وٺڻ جو نالو نہ آهي، پر گذريل واقعن کي نئين سر ترتيب ڏيڻ ۽ گم ٿيل ڪڙين کي ملائڻ تاريخ جو سڀ کان وڏو فرض آهي. ٻين لفظن ۾ ائين ڪٿي چئجي تہ سيئي ملڪ ۽ سيئي زمانہ تاريخ جي نظر ۾ قابل احترام ۽ اهم ٿين ٿا.

(2.) مشرقي روايت:

**مسلم تاريخ نگاري:** مغرب وانگر مشرق ۾ بہ تاريخ نگاري ماضيءَ ۾ موجود نہ هئي، پر مذهبي تقاضائن هيٺ ان جي پيش رفت ٿي هئي، جيئن اسلام جي اچڻ وارين شروعاتي صدين مان ظاهر ٿئي ٿو.

اسلامي تاريخ نگاريءَ تي ابتدا ۾ يورپي اثر اڻ لکو هو اوڻيهين صديءَ تائين مسلمان مؤرخ عيسائي ماخذن کي نہ ڏسندا هئا ۽ عيسائي ملڪن جي واقعن کي تہ تقريباً نظر انداز ڪيو ويندو هو پر ايشيا جي رهاڪن سان ڪين دلچسپي هئي. مسلمانن جي ادبي ڪارنامن جو هڪ وڏو حصو تاريخ نگاريءَ تي مشتمل آهي. تاريخ نگاري جي جيڪا روايت ايران ۾ قائم ٿي هئي، ان جي ابتدا عرب، شام، ترڪيءَ ۽ هندستان ۾ بہ ڪئي وئي. اسلام کان اڳ عربن ۾ تاريخ نگاريءَ جو رواج نہ هو ۽ قديم يهودين وانگر مسلمانن ۾ بہ تاريخ نگاريءَ جو رواج مذهب جي اثر هيٺ پيو.

قديم قبائلي روايتن کي گڏ ڪري ترتيب ڏيڻ ۽ ان جي تشريح جو ڪارنامو ٻي صدي هجريءَ ۾ ابوعبيده سرانجام ڏنو. حشام بن محمد الڪلبيءَ جو نالو بہ هن ڏس ۾ ڪافي اهميت رکي ٿو. عربي زبان ۾ علمي تاريخ نويسيءَ جي ابتدا پاڻ سڳورن جي سيرت ۽ ان جي سرگرمين جي مطالعي سان وابستہ آهي. پاڻ سڳورن جي اهڙي تعليمات، جنهن جو تذڪرو قرآن مجيد ۾ نہ هو، سندن رحلت کان پوءِ تصديق ٿيل روايتن ذريعي قلمبند ڪئي وئي ۽ پيغمبر اسلام جي سمورن قولن ۽ اعمالن کي حديثن جي صورت ۾ قلمبند ڪيو ويو.

ڊاڪٽر مبارڪ علي لکي ٿو تہ: عام طرح دنيا جي تاريخ کي جاگرافيائيءَ خيال کان ورهايو پئي ويو آهي، مثال طور: انگلستان، فرانس ۽ افريقيءَ ملڪن جي تاريخ وغيره، پر جيڪڏهن ڪنهن ملڪ ۾ مختلف قومن حڪومت ڪئي آهي تہ ان جي تاريخ ان ملڪ جي تاريخ جو هڪ حصو ٿيندي. ڪنهن ملڪ جي تاريخ معرڪن جو جامع مجموعو هوندي آهي، جن ۾ ان ملڪ جي رهندڙ قومن، مذهبن ۽ ڌار ڌار ثقافتون ۽ تهذيبون اچي وڃن ٿيون.

ڊاڪٽر مبارڪ لکيو آهي تہ: دنيا جي ٻين حصن ۽ ملڪن جي تاريخ کي مذهب سان جوڙيو نہ ويو آهي، مثال طور: عيسائيءَ تاريخ جي نالي سان ڪا شيءِ نہ آهي، يورپ ۾ عيسائين جي گهڻائي آهي، پر يورپ جي هر ملڪ جي تاريخ ان ملڪ جي نالي سان موجود آهي يا وري يورپ جي هڪ تاريخ آهي، رڳو مسلمانن تاريخ کي مذهب سان وابستہ ڪري ان کي ”اسلامي تاريخ“ يا ”مسلمانن جي تاريخ“ سڏيو آهي، ان ڪري انهن اصطلاحن اسان جي تاريخدانن کي منجهائي وڌو آهي. ان ڪري ان مونجهاري جو علاج اهو آهي تہ تاريخ کي جاگرافيائي نالن سان ورهايو وڃي. مثال طور هندوستان جي تاريخ کي مذهبن يا نسلن ۾ ورهائڻ بدران ان کي مجموعي ۽ تسلسل سان لکيو وڃي، ڇو تہ مذهب جي بنياد تي تاريخ لکڻ سان تاريخ ۾ فرقيواريت جو رواج پوندو.

ڊاڪٽر مبارڪ پنهنجي ڪتاب ”تاريخ ۽ فرقيواريت“ ۾ لکي ٿو تہ: برصغير ۾ تاريخ منڍ کان وٺي الميي جو شڪار رهي آهي، ڇو تہ ان ۾ حڪمرانن جي شان ۽ شوڪت ۽ عظمت کي اڀارڻ جي ڪوشش ڪئي وئي ۽ عوام جي زندگيءَ ۽ سندن ڪردارن کي نظرانداز ڪيو ويو آهي.

قديم هند ۽ سنڌ ۾ تاريخ لکڻ جو باقاعدي رواج نہ هو، حڪمرانن جا شجرا ۽ ڪارناما ڀٽ ۽ چارڻ سيني بہ سيني ياد رکندا هئا، جيڪي گهڻو ڪري منظوم هئا. سنڌ ۾ سمن ۽ سومرن دور جون ”ڳاهون“ دودي سومري جو داستان وغيره ڀٽن ۽ چارڻن ذريعي تاريخ جو صدري ذخيرو بڻيو. مسلمان حاڪمن برصغير ۾ اچي درٻاري مورخن ذريعي تاريخون لکرايون، جنهن ڪري انهن تاريخن ۾ ڪٽرپڻي، هندو دشمني ۽ مقامي ماڻهن سان ٻيائيءَ جا جذبا ڀريل رهيا، چچ نامو، تاريخ فرشتہ وغيره ان جا مثال آهن. مغليہ دور جي تاريخدانن وٽ بہ ساڳيو رواج ملي ٿو.

برطانوي دور ۾ جڏهن هندن ۾ جاڳرتا پيدا ٿي تہ انهن جي تاريخدانن قديم ماخذن کي اٿلايو ۽ ماضيءَ جي شاندار روايتن سان گڏ مسلمانن جي ظلمن جو ذڪر ٿيڻ لڳو نتيجي ۾ مسلمان مورخن مسلمان حاڪمن

جي دفاع ۾ تاريخون لکڻ شروع ڪيون. پر انگريز دور جي تاريخدانن هندو مسلم تعصب کان متاثر ٿي تاريخ نويسيءَ جي ابتدا ڪئي ۽ اهڙن تاريخ دانن کي وساري نه ٿو سگهجي.

برصغير هندوپاڪ ۾ تاريخ نگاري جي ابتدا مسلمانن جي اچڻ کان پوءِ ٿي. هتي جي ابتدائي دور ۾ مسلمان مورخن تاريخ ۾ الهياتي نظريي کي اختيار ڪيو. مختلف سلاطين ۽ مغل بادشاهن جي دور جا اڪثر مورخ جيئن ته مذهبي عالم ۽ فقيهه هئا، انهيءَ ڪري انهن بادشاهن، اميرن وزيرن ۽ اهم شخصيتن جي عمل ۽ ڪردار کي مذهبي نقطهٔ نظر سان ڏٺو ۽ انهن جي صرف تعريف ڪندا هئا، جن کي هو مذهب جو پابند سمجهندا هئا ۽ جيڪي حڪمران انهن جي ويجهو شريعت جا پابند نه هئا، انهن جي ڪردار ۽ طرز حڪومت ۾ انهن کي سواءِ برائي جي ڪجهه به نظر نه ايندو هو. انهيءَ ڪري ضياءُ الدين برني علاوالدين خلجي ۽ محمد تغلق تي سخت تنقيد ڪئي ۽ عبدالقادر بدايوني اڪبر جي اعمالن تي سخت گرفت ڪئي، جڏهن ته التتمش، ناصر الدين محمود، بلبن، فيروز شاهه تغلق ۽ اورنگزيب نيڪ و خدا ترس ۽ صالح مسلمان قرار ڏنا ويا. پر جيئن ته هنن مورخن جو تعلق دربار سان هوندو هو. انهيءَ ڪري انهن جو تاريخ ۾ تذڪرو خوشامدانه انداز ۾ آهي. انهيءَ ڪري اهو چئي سگهجي ٿو ته هي تاريخون صرف واقعات جي هڪ رخ کي پيش ڪن ٿيون.

مغليه دور جي آخري دور ۾ تاريخ نگاري ۾ انتهائي اهم تبديليون آيون. ڇو ته هن دور ۾ مغل دربار جي طاقت ۽ اهميت ڪمزور ٿي چڪي هئي ۽ جيڪي مورخ درباري ملازم هئا، ملازمتون کسجڻ کان پوءِ تاريخ جا واقعات ۽ حالات ذهني آزادي هجڻ سبب بلڪل صحيح قلمبند ڪرڻ لڳا. مورخن تاريخ ۾ حقيقتن کي قلمبند ڪرڻ شروع ڪيو. انهيءَ جي جهلڪ اسان کي انهيءَ عهد جي تاريخ نگاري ۾ ملي ٿي. تاريخ نگاري ۾ هڪ وڏي اهم تبديلي برطانوي اقتدار ۾ آئي. انهن پنهنجن خاص مفادن کي مد نظر رکندي تاريخ کي نئين نموني لکيو. انهن جو مقصد هو ته برصغير ۾ برطانوي اقتدار کي صحيح ۽ جائز ثابت ڪرڻ لاءِ تاريخ کان مدد ورتي وڃي ۽ ان مقصد کي سامهون رکي انهن برصغير هندو پاڪ جي ماضي جي تاريڪ تصوير پيش ڪري اهو ثابت ڪيو ته عالمي تهذيبن جي مقابلي ۾ هندو پاڪ جي ڪا به اهميت نه آهي ۽ تاريخ کي هندو ۽ مسلم دورن ۾ ورهائي تاريخ ۾ فرقي وارانه ۽ مذهبي نقطهٔ نظر کي زوريءَ داخل ڪيو. هتي جي قومن کي نسلي، مذهبي ۽ جغرافيائي لحاظ کان ورهائي انهن ۾ اختلاف پيدا ڪيا.

**تاريخ نوابين بکر** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ جي تاريخي ماخذن جي سلسلي ۾ نهايت ئي اهم ماخذ آهي. هن ڪتاب جو مولف ميان بيگ محمد "نامي" ولد ميان زنده علي بيگ آهي. مؤلف جي زندگيءَ جي باري ڪوبه مستند احوال ملي نه سگهيو آهي. البت سندس تاليف ڪيل ڪتاب ۾ ڪيترين جاين تي اهڙا مبهم اشارا ملن ٿا، جن مان اهو معلوم ٿئي ٿو ته هن جو ارغونن يا ترخان گهراڻي سان تعلق هو ۽ سندس سنڌ جي حڪمرانن سان ويجها تعلقات هئا. ساڳئي وقت هو پاڻ بکر سرڪار ۾ ڪن اهم عهدن تي فائز هو ۽ ڪيترين ئي جنگين ۽ مهمن ۾ حصو ورتو هئائين.

هن قلمي نسخي جي آخر ۾ ڪاتب پنهنجو نالو هن ريت ڄاڻايو آهي:

"تمت تمام شد کارمن نظام شد و خانهٔ شيطان خراب شد. تحرير تاريخ 2-جمادي الاول 1115ھ/ 1 آڪٽوبر 1703ع فقير محمد بقا ولد بيگ محمد مرقوم شد."

مٿينءَ عبارت مان اهو ظاهر ٿئي ٿو ته هن قلمي نسخي جو ڪاتب ميان بيگ محمد جو فرزند ميان محمد بقا هو.هن هيءُ نسخو سن 1115ھ/1703ع ۾ اصل نسخي تان نقل ڪيو هو. هيءُ قلمي نسخو فارسيءَ جي شڪسته خط ۾ لکيل آهي. ۽ اجا تائين قلمي صورت ۾ موجود آهي.

**تاريخ ۽ جاگرافي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب گوبندرام هرجن سنگهه ناناڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيزواري هن ڪتاب ۾ 192 صفحا آهن. ۽ قيمت 9 آنا رکيل آهي. ڇاپو پهريون، پوڪرداس ائنڊ سنز چندن پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان، سال 1920ع ۾ ڇپايو.

**تاريخ انشاءَ** (ڪتاب): هي خطن جو قلمي مجموعو آهي، جنهن ۾ 35 خط آهن، جن مان 10 کان 20 ۽ 27، 34 ۽ 35 جو تعلق واضح طور ڪلهوڙن سان آهي. ڪن خطن جي لکڻي ۽ ڪن ٻين خصوصيتن مان اندازو ٿئي ٿو ته اهي منشي عبدالرؤف جا لکيل آهن. پير حسام الدين راشدي لکي ٿو ته: "هن مجموعي ۾ آيل خط سنڌ، ملتان، دهلي، بلوچستان ۽ افغانستان جي اهم معاملن ۽ مسئلن بابت آهي. مغلن ۽ ڪلهوڙن جي دؤر جي باري ۾ هن مجموعي ۾ اهي مکيه واقعات آيل آهن، جن جو اجا تائين تاريخ ۾ ذڪر نه ٿيو آهي." خطن جو هي مجموعو اجا تائين نه ڇپيو آهي. هي مجموعو منشي عبدالرؤف ۽ ميان هارون 1167ھ/ 1753ع کان اڳ ۾ مرتب ڪيو هو ۽ ان جو هڪ نسخو پير حسام الدين راشدي جي لئبرريءَ ۾ موجود هو.

**تاڙو** (Indian Cuckoo): هيءُ پکي اڪثر مينهوڳيءَ ۾ ڏسبو آهي. ڪال ڪٽڇيءَ کان سوايو ٿئي ٿو، ان جو پيچ به انهيءَ کان ڊگهو ٿئي ٿو. رنگ جو ڪارسرو آهي، پران جو پاسن ۽ پيچ وارا ڪي ڪنب ڪبرونگرا ٿين ٿا. مينهن جي سڄي مند ۾ تنواريندو رهندو آهي. تاڙي کي "سانگ"، "ٻاٻيهو" ۽ مينهل يا "مينهڻ" به سڏيندا آهن. رات ڏينهن مينهن وسڻ جي لات لنوندو آهي. تاڙي جي تنوار ٻڌي چوندا آهن ته "تاڙي هاڻ تنواريو آهي، جاڻ مينهن آيو". ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ لکيو آهي ته



سنسڪرت ادب ۾ هن پکيءَ جو وڏو وستار آهي ۽ چيل آهي ته اهو هميشه مينهن جي ڦڙن تي گذران ڪندو آهي ۽ ترجيتري به گرمي سهي نه سگهندو آهي. هن پکيءَ کي هنديءَ ۾ چاتڪ ۽ 'پپيها' چوندا آهن. لطيف

سائينءَ تاڙي جو ذڪر هن ريت ڪيو آهي:

مُند ٿي مَندل مَنديا، تاڙي ڪِي تَنوارِ،
هارينِ هَر سنباهيا، سَرَها ٿيا سنگهار،
اَڄ پڻ مُنهنجي يارَ، وَسَڻَ جا ويس ڪيا.

**تاڙو** [2]: هڪ وڏو ڏيڏر جنهن جي لاءِ محترم ج.ع منگهاڻيءَ لکيو آهي ته ان کي ڪوهستاني خطي جا ماڻهو ’تاڙو‘ چوندا آهن.

**تاڙي** (Toddy Palm Juice): ڪجيءَ جو رَس يا کير، جيڪو نشيدار هوندو آهي. ڪجين جي ٿڙ کي ڏڪ هڻڻ سان هڪ پاٽيات آهستي آهستي نڪرندي آهي. هي شراب جو ديسي قسم آهي. جنهن کي عربيءَ ۾ ’نبيذالنخل‘ ۽ فارسي ۾ ’طاري‘ ۽ سنڌيءَ ۾ ’تاڙي‘ چوندا آهن. هن جو اثر تمام تڏو ۽ دماغ کي چيهو رسائيندڙ آهي. ڪجين جي وڻن جي ٿڙن کي جهير يا ڏڪ هڻڻ سان آهستي آهستي رس ڳڙندو آهي، جو گڏ ڪري گهڻو وقت رکڻ سان نشيدار مادو ٿي پوندو آهي. هي شراب ذائقي ۾ مٺو هوندو آهي ۽ هي حڪمت ۾ ڪم اچي ٿو.

سنڌ ۾ تاڙيءَ جي کپت تمام گهٽ آهي، سرڪاري طرح تاڙي ٺاهڻ جي ڪابه بَٺي نه آهي ۽ تاڙي نجي ڪجين جي وڻن مان پاٽيٽ ڪڍي ٺاهي وڃي ٿي، ڪجين جي وڻن مان پاٽيٽ ڪڍڻ ۽ پيدائش وڪڻڻ جو ٺيڪو مقامي مالڪ ساليانو ڏيندا آهن، ان ڪري تاڙي وڪڻڻ لاءِ مختياري ڏنل ڪجهه دڪان ڪراچي شهر ۾ آهن. تاڙي ڪپائڻ جو مقرر اگهه نه آهي.

**تازو انگي حساب** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب محمد صديق ”مسافر“ جو پاراڻي ۽ پهرئين درجي جي انگي حسابن بابت آهي. ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب ۾ 72 صفحا آهن ۽ قيمت 5 آنا رکيل آهي. مدن لعل پوڪرداس، چندن پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1940ع ۾ ڇپايو.

**تازو گرامر (پاڳو پهريون) (ڪتاب)**: هيءَ ڪتاب محمد صديق ’مسافر‘ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 80 صفحا آهن ۽ قيمت چار آنا رکيل آهي. ليڪ پائيبند بجلي پريس، حيدرآباد مان، سال 1936ع ۾ ڇپايو. هن ڪتاب جو ٻيو ڀاڱو ٻيو سال 1937ع ۾ شايع ٿيو.

**تازي**: هي اصطلاح اُنهيءَ جانور لاءِ ڪم ايندو آهي، جنهن کي شڪار جي تربيت ڏنل هجي. مثال طور، گهوڙو هجي ته پڇڻ ۾ تکو هجي، جيئن شڪار وارو جانور گوهيون ڏئي گهوڙي کان نڪري نه وڃي؛ جي ڪُتو هجي ته اهو به پڇڻ جو چوهو هجي، جيڪو ڊوڙي جانور کي جهلي. تازي ڪتو ڍگهين ٽنگن سان، سنهو لانيارو ٿيندو آهي، شڪار لاءِ تربيت يافته گهوڙي ۽ ڪُتي کي ”تازي“ چوندا آهن. هاڻي اهڙن ڪتن ۽ گهوڙن جو نسل ئي جدا ٿي ويو آهي.

شاهه لطيف به تازي گهوڙن کي ڳايو آهي:

”تازي طبيلن ۾، گهوڙا گهر گهٽا“

**تاسَ**: ٻاوَنجهاهه پَتن جي ڏِڳيءَ کي ”تاس“ چوندا آهن. تاس ۾ تيرهن تيرهن پتن جا چئن مختلف نشانن وارا پتا ۽ ٻه جوڪر ٿين ٿا، جن لاءِ رانديگر ڪو مقرر ملهه طئي ڪندا آهن. انهن نشانن کي سنڌيءَ ۾ عام طور ڪارو، ڦلو، چَوڪڙي (اِيٽ) ۽ پان سڏبو آهي. تاس جي ڏِڳيءَ ۾ هر رنگ جا هڪ کان 10 تائين عدد ۽ انهن کان مٿي ترتيب وار گولو، راڻي، بادشاهه ۽ يڪو ٿيندو آهي. هن راند ۾ هڪ کان ڏهن تائين پتن جا عدد هن ريت اچاريا ويندا آهن. يَڪو ٻڪي/ ڏُڪي، ٽِڪي، چونڪِي، پنجي، ڇَڪي، سَتي، اَٺي، نَولو ۽ ڏهلو هيءَ راند عام طور ٻه، چار يا ڇهه رانديگر کيڏندا آهن، پر ڪن حالتن ۾ اڪيلو رانديگر به کيڏي سگهندو آهي. سائنسدانن جو خيال آهي ته پٽڙ جي دور ۾ به ماڻهو ڪا اهڙي راند کيڏندا هئا، جيڪا تاس جهڙي هئي. ان ۾ پٽڙن تي نشان هنيا ويندا هئا. هيءَ راند وندر ۽ جوئا لاءِ کيڏي ويندي آهي. تاريخ ۾ تاس جو هٿ آيل سڀ کان قديم ثبوت چين ۾ ٻارهين صدي عيسويءَ ۾ ملي ٿو. پوءِ اها راند لڳ ڀڳ هاڻوڪي شڪل ۾ تيرهين صدي عيسويءَ ۾ يورپ ۾ کيڏي وئي جو صليبي جنگين جا سورما اها مشرق قريب ۾ جنگين تان موٽڻ بعد کندا هئا.



خيال آهي ته هيءَ راند هتي خانه بدوشن ۽ مُور قبائلين متعارف ڪرائي. هن سان مختلف رانديون کيڏيون وينديون آهن، جهڙوڪ: پيسَ ڪوٽ، ڪاري واري راڻي، رنگ وار، ڪُلَ، رَمي، چؤ باز، ڇهه باز، گهرپَتي ۽ بئنڪ، وغيره. سنڌ ۾ پتي /تاس راند عام کيڏي ويندي آهي.

**تاسرڙو**: اڳئين زماني ۾ سنڌ تي جڏهن ڪنهن غنيم جي چڙهائيءَ جو خطرو پيدا ٿيندو هو ته سُڄاڻ ماڻهو پنهنجي گهر ڀاتين کي ڪِنجهي جا ٽانوَ مٿي هيٺان رکي سُمهڻ لاءِ چوندا هئا. اِئين ڪرڻ سان پري کان ڪاهي ايندڙ غنيم جي گهوڙن جو دهڪو سندس ڪنن تي پوندو هو. اها خبر جڏهن گهرن جي مالڪن کي ڏني ويندي هئي ته اُهي هٿيار پنهوار ڪٺي، غنيم يا حملي آور سان مُنهن ڏيڻ لاءِ نڪري پوندا هئا. تاريخ جي انهيءَ پسمنظر کي سامهون رکي سنڌ جي برک شاعر نياز همايونيءَ هڪ جديد تاريخي لوڪ گيت ٺاهيو آهي، جنهن جا ٻول ڪجهه هن ريت آهن:

تاسرڙو تو وڃي،
تاسرڙو تو وڃي!
منهنجو هينئڙو ٿو هڄي!
منهنجي سنڌڙي شل بچي!
منهنجي جنڊڙي شل بچي!
تاسرڙو تو وڃي!

**تاسِرو**: هڪ قسم جو ٿانءُ؛ جيڪو ڪنجهي جو لسي تَر وارو وڻو هوندو آهي. جنهن جي اوچائي گهٽ پر قطر تمام گهڻو ٿيندو آهي. ننڍي وٽيءَ کي ”تاسري يا تسري“ چوندا آهن. هن کي تشتري به چون.

**تاشقند**: تاشقند کي عربيءَ ۽ فارسيءَ جي ڪتابن ۾ ’تاشڪند‘ لکيو ويو آهي. هيءَ وچ ايشيا جو هڪ وڏو شهر آهي، جيڪو سِيرُ درياهه جي ساڄي پاسي وارين پرتي ڪندڙ شاخن مان هڪڙيءَ شاخ جي ڪپ تي آباد آهي. هن شهر بابت مستند ڄاڻ نه آهي ته هيءُ شهر ڪڏهن آباد ٿيو، پر ڪتابن ۾ ٻيءَ صدي ق.م ۾ هڪ سرزمين جي آباديءَ جو ذڪر ملي ٿو، جنهن مان تاشقند جي علائقي جو گمان نڪري ٿو. عربن هن علائقي ۽ شهر کي پنهنجي اُچار موجب ”شاش“ ڪري سڏيو. ”شاش“ جي سرزمين بابت پختو احوال اسان کي ٽين صدي عيسويءَ جي، چيني ڪتابن مان ملي ٿو. انهيءَ شهر جي پکيڙ اندازاً ٽي ميل هئي. ٿي سگهي ٿو ته ”شاش“ جو ڪو شاهي گهراڻو ترڪ نسل مان هجي، پر هڪ مرحلي تي هيءُ علائقو

ترڪن جي بدران چيني حڪومت جي ماتحت بہ آيل چيو ويو آهي. 751ع ۾ "شاش" جو بادشاه قتل ٿي ويو ان جي پٽ عربن کان مدد گهري، جنهن تي زياد بن صالح، چينين کي زبردست شڪست ڏني. انهيءَ لڙائيءَ کان پوءِ وچ ايشيا ۾ مسلمانن جي هيبت ڇانئجي وئي، ۽ چينين هن خطي لاءِ



وري ڪڏهن بہ طاقت آزمائي نہ ڪئي. عهد خلافت ۾، شاش جو علائقو ترڪن ۽ اسلام جي وچ ۾ سرحد سمجهيو ويندو هو. خليفي مامون جي عهد ۾ شاش خليفي جي سلطنت ۾ شامل ٿي ويو. ۽ جڏهن 819ع ۾ ساساني ڪن ضلعن جا حاڪم بڻيا تہ انهن 840ع ۾ وڌيڪ علائقو فتح ڪري ساسانين جي حڪومت اُتر ۽ ڏکڻ تائين وڌائي ڇڏي. ان زماني ۾ شاش ۾، هڪڙي نهر بہ کٽائي وئي، جيڪا اسلامي دور ۾ ڍڪجي وئي هئي. ڪي مصنف چون ٿا تہ هي شهر ستينءَ صديءَ عيسويءَ ۾ آباد ٿيو ۽ ٻارهين صدي عيسويءَ ۾ خوارزم جي شاهن جي تصرف ۾ آيو. هيءُ سمرقند ۽ بيجنگ جي تجارتي رستن جو اهم مرڪز هو. تيرهين صدي عيسويءَ ۾ چينگيزخان، ۽ 1381ع ۾ تيمور هن شهر کي فتح ڪيو. سوال اٿي ٿو تہ "تاشقند" جو نالو ترڪن جي فتح کان پهرين هو يا نہ؟ "تاشڪنت" اکري صورت ۾ سڀ کان پهرين مغلن جي دؤر ۾ ملي ٿو. 1723ع تائين هيءُ شهر تاريخ جي لاهن چاڙهن مان گذرندو رهيو. ان کان پوءِ قبضي جي لاءِ خونريز لڙائيون ٿيون. ڪڏهن ڪڏهن تہ ائين بہ ٿيو تہ رياست جي هر حصي جو حاڪم جدا هوندو هو جيڪو ٻين حصن سان جنگ ڪندو رهندو هو. 27 جون 1865ع ۾، روسين "تاشڪنت" تي قبضو ڪري، ان کي صوبي جو درالحڪومت قرار ڏنو ان ڪري تاشڪنت کي وڏي رونق ملي، جو هتي قديم ايشيائي شهر سان گڏ نئون شهر بہ آباد ٿيو. جنهن ۾ سرڪاري ڪامورا رهڻ لڳا. سن 1877ع ۾ ٻنهي شهرن کي ملائي هڪڙي يڪي نظام هيٺ آندو ويو.

روسي انقلاب کان پوءِ تاشقند انهن سڀني رعايتن کان محروم ٿي ويو، جيڪي ان کي پراڻي شهر جي ڪري حاصل رهيون. جڏهن کان وچ ايشيا ۾ قوميت ۽ قومي جمهوريتن جو اصول مڃيو ويو تاشقند پنهنجي سڄي سياسي اهميت وڃائي ويٺو. هيءُ شهر هاڻي ازبڪستان ۾ آهي ۽ ازبڪستان جو درالحڪومت ۽ وچ ايشيا ۾ سڀ کان وڏو شهر هئڻ ڪري، تجارت ۽ تعليم ۾ مرڪزي حيثيت رکي ٿو. سال 1920ع ۾ هتي يونيورسٽي قائم ٿي. وچ ايشيا جو تمام وڏو ڪتبخانو وڏو عجائب گهر ۽ روسي جاگرافيڪل سوسائٽيءَ جي وچ ايشيا واري شاخ، سڀ هتي ئي آهن. تاشقند جي آبادي اندازاً 779000، 1 آهي. وچ ايشيا جي قديم ترين شهرن مان هڪ شهر آهي. وچ ايشيا جي سرڪاري يونيورسٽي، ۽ سائنس ۽ ثقافت جا ادارا بہ هتي آهن. 1865ع ۾ هيءُ شهر روس جي قبضي ۾ ويو ۽ روسي ترڪستان جي گاديءَ جو هنڌ بڻيو. تاشقند جي نخلستان ۾ ٻاجهيون، ميوا، ڪپهہ ۽ ريشم پيدا ٿيندو آهي.

جنوري 1966ع ۾ پاڪستان ۽ ڀارت جي سربراهن (جنرل ايوب خان ۽ مسٽر شاستريءَ) جي وچ ۾ هتي ئي "تاشقند ناهو" ٿيو.

**تاشقند ناهہ / معاهدو:** (ڏسو: اعلان تاشقند)

**تافو:** هي ٽوپي يا دانگي آهي، جنهن کي بروهڪيءَ ۾ تافوچوندا آهن. ماني گهڙڻ کان پوءِ ماني کي ٽوپي يا تافي تي هٽبي آهي، تافي تي لڳايل ماني اڌ ڪچي هوندي آهي، پوءِ ان کي تافي تان لاهي تاندن تي پچائبو آهي.

**تاڦرا ڪينئان** (Flatworms): پيٽ جي ڪينئن (Phalyhelminthes) جو وڏو وَرَهُہ (خِطو) جنهن ۾ سنَڌا ٿيل تاڦري جسم وارا ڪينئان ٿين ٿا. انهن ۾ طفيلي تاڦرا ڪينئان (Tape Worms) ۽ رَجهُہ ڪينئان (Flukes) ۽ لسا ڪينئان (Planarians) شامل آهن.

**تاڦرو ڦار** (Broadshare): ڳرو مشيني هر يا ڪلٽيويٽر (Cultivator) جنهن ۾ تاڦرا ڦار (Shares) لڳل هوندا آهن. هي سخت زمين کيڙڻ ۽ ٽُبيون پچڻ لاءِ ڪتب ايندو آهي. هن کي "ٽُبيون پچندڙ" بہ ڪوٺيو ويندو آهي.



**تاڦو:** هرلي، نار يا ائٽ جي هڪ ڪائي، جيڪا ڍينگي جي آمهين سامهين ونگڙين کي ڳنڍيندي آهي، جنهن ۾ تِير ڪُتل هوندا آهن. جيڪو چڪر جي وچ ۾ پَيل هجي، جنهن منجهان 'مهرو' نڪتل هجي، وڏي چڪر ۾ پيل ڪاٺ جي ٿلهي ڦرهي تاڦو سڏبي آهي.

**تاڪيو:** ڪپڙي جو ٿانُ، هڪ تهو ريشمي يا سوٽي ڪپڙو، جيڪو تاجيءَ جي ڊيگهہ جي حساب سان اوجهي هيٺ اچي، ان کي تاڪيو چئبو آهي.

**تاڪ:** هي ميرڙي ۽ جهرڪيءَ جي شڪل جو پکيڙو آهي، جڏهن ڪاڇي جي جوئرن ۾ ڪيرو آيون ٿيندو آهي، تڏهن هي پکيڙو ڪيرڙ جبل مان لهي، ڪاڇي ۾ ايندو آهي، هيءُ جهار آهي، جيڪا جوئر جي سنگ تي ويهندي آهي ۽ ان کي ڪائيندي فصل کي گهڻو نقصان رسائيندي آهي.

**تال (وجت):** چند ماترائن کي ڪنهن متنوع بندش جي صورت ۾ پيش ڪرڻ کي تال چئبو آهي. دراصل هيءَ بندش ڊيڪارڻ ۽ ڳائڻ جي صورت واضح ڪري ٿي. ماترائن جي هن بندش جو هڪ چڪر ٿئي ٿو جنهن ۾ ڪي

ماترائون مقرر ڪيون ويندڙيون آهن ۽ انهن ڪي هڪ جيتري معياد اندر وڄايو ويندو آهي، ان ڪي تال چئبو آهي. جنهن جي لفظي معنيٰ آهي. "تالي" يا "تاڙي" وڄائڻ. انهيءَ نسبت سان اهڙين متنوع بندشن تي جدا جدا نالا رکيا ويا آهن. جهڙوڪ تين تال، ايڪ تال وغيره. تال ڪيڻ لاءِ اسان وٽ ڪيترائي ساز آهن. هنن سازن جي جدا جدا جاين تي ڏڪ هڻڻ سان مختلف آواز نڪرندا آهن. جن ڪي "ٻول" چئبو آهي: جيئن تن، تا- تت- ڪت وغيره. جن سان ئي ماترا جو مدو به ظاهر ڪيو ويندو آهي.

هندي موسيقي تمام پيچيدي ۽ وسيع علم آهي. ان جو سبب اهي ماهر موسيقار آهن. جن وقت به وقت موسيقيءَ ۾ اضافا ڪيا آهن. هڪ حد اهڙي آئي، جو راڳن ۽ تالن جو تعداد هزارن ڪي وڃي لڳو. اڪبر جي دور ۾ تانسين



انهن تالن ڪي ترتيب ڏئي ڪل 92 تال بيهاريا. جن مان ڪي ايڏا ته ڏکيا هئا، جو وڃي نه سگهيا. تنهنڪري اڄڪلهه 32 تال استعمال ۾ آهن. هلڪي موسيقيءَ لاءِ 5-6 تال ڪم اچن ٿا. جيڪي تال هن وقت وڄائڻ ۾ اچن ٿا.

سمورا جسم حرڪت ڪن ٿا. ان حرڪت ڪي معلوم ڪري سگهجي ٿو ته اهي ڪيتري پيماني تي حرڪت ڪري رهيا آهن. انهيءَ پيماني جو مقصد اهو آهي ته انهيءَ حرڪت ۽ ان جي تناسب بابت ڄاڻ ملي. ان تناسب ڪي موسيقيءَ ۾ لئه يا تال چون ٿا. يوناني زبان ۾ Rhythm جو لفظ استعمال ٿئي ٿو. دنيا جي موجودات ۾ ڪا به شي اهڙي ڪانهي، جيڪا لئه کان خالي هجي. پرواز جي حالت ۾ پکين جي پرن جي حرڪت، جانورن جي پيرن جا آواز، مينهن ۽ برسات جي ڦڙ ڦڙ- وغيره فطرت جي "لئي" ۾ شامل آهن.

جيئن شاعريءَ ۾ علم عروض، لفظن جي لئه بيهارڻ لاءِ بنايل آهي. ائين موسيقي به لئه جي محتاج آهي. چند ماترائن ڪي ڪنهن خاص بندش جي صورت ۾ پيش ڪرڻ ڪي لئه يا تال چئبو آهي. دراصل لئه يا تال راڳ جي صورت چٽي ڪرڻ لاءِ ۽ صحيح رفتار سان هلڻ ۾ مدد ڪندي آهي. ماترائن جي بندش جو هڪ چڪر ٿئي ٿو، جنهن ۾ ڪي ماترائون مقرر ڪيون ويندڙيون آهن. ۽ انهن ڪي هڪ خاص مقرر معياد اندر وڄايو ويندو آهي. موسيقيءَ ۾ لئه يا تال جا رفتار جي حوالي سان ٽي قسم مڃيل آهن:

بلمپت معنيٰ دير (2) مڌ معنيٰ وچ يا وچولو (3) دُرت معنيٰ تيز يا جلد. اهي لفظ به نسبتي آهن. انهن سان به لئه جو صحيح اندازو نه ٿو ٿئي، بس اهو ضرورت آهر نالا ڏئي هڪ معيار مقرر ڪيو ويو آهي. گرنٿن ۾ ڏنل اهو معيار هيٺ ڏجي ٿو:

| | | |
|---|---|---|
| اڻ ڇن | = | هڪ لوهو |
| اڻ لوهو | = | هڪ ڪاشٽا. |
| اڻ ڪاشٽا | = | هڪ نمش. |
| اڻ نمش | = | هڪ ڪلا. |
| چار ڪلائون | = | هڪ انودرت (هن ڪي برابر ٻه ڇون) |
| ٻه انودرت | = | هڪ درت. |
| ٻه درت | = | هڪ لگهو. |
| ٻه لگهو | = | هڪ گرو. |
| ٽي لگهو | = | هڪ پلت. |
| چار لگهو | = | هڪ ڪپر. |

هڪ صحتمند ماڻهوءَ جي نبض جي ڏڪ ڪي ماترا جي برابر سمجهيو ويندو آهي، جيڪا انودرت جي برابر سمجهي وڃي ٿي. ته ڇن جو عرصو ڇا ٿي سگهي ٿو؟ اندازو مشڪل آهي. لوهو ۽ ڪاشٽا جو عرصو به ايترو گهٽ آهي، جو ڏيکاري يا وڄائي نٿو سگهجي. صرف انودرت جو عرصو گهٽ ۾ گهٽ وڄائي سگهجي ٿو.

موسيقيءَ ۾ وڄت جا ڪيترائي ساز آهن. جيڪي ماترائن ڪي ظاهر ڪن ٿا. پکاوج انهن ۾ سڀ کان پراڻو ساز آهي. ان کان سواءِ ڍولڪ، طبلو، گهڙو، مانٽي، نغارو، دهل، جهانجهر ۽ چيرَ به تال ڪي ظاهر ڪندڙ ساز آهن. هنن سازن جي مختلف جاين تي آگرين سان ڏڪ هڻي مختلف آواز ڪديا وڃن ٿا. گائيڪيءَ ۾ انهن ڪي ٻول چيو وڃي ٿو. هندي موسيقيءَ ۾ تالن جو تعداد هزارن ۾ آهي. ناردمنيءَ تالن جو تعداد 360 مقرر ڪيو. جي اڪبر جي دربار ۾ رائج هئا. تانسين انهن ڪي گهٽائي 92 تال بيهاريا. اهي ڪافي ڏکيا هئا، تنهنڪري ڪلاسيڪي انداز ۾ 36 تال ڪم آندا وڃن ٿا. ان کان پوءِ به انهن جو تعداد گهٽايو ويو. هن وقت مروج تال هي آهن.

تين تال، ايڪتال، چوتال، جهپ تال، ڌمار، سولہ فاخته، پنج تال جي سواري، دادرو، جهومرا، تيورا، روپڪ، برپ تال، جيتال، روتال، لڪشمي تال، اندر تال، گن تال، آڙو تال تلواڙو، اڪرائي، هوري، فردست، چنچل، تين تال، ايڪتال، چوتال، جهپ تال، ڌمار تال، فاخته ۽، پنج تال جي سواري.

**تال تمامي (وڄت):** هي تال محترم منظور نقوي صاحب جو ايجاد ٿيل آهي، جيڪو ڪلام پاڪ جي هڪ آيت "تمت ڪلت ربڪ صدقاً وعدلا" تي ٻڌل



آهي. هي تال ايڪيهين ماترائن جو آهي. لئيڪاريءَ ۾ هي تال ڪٿي استعمال ٿئي ٿو يا نه، موجوده دور جا وڄتا اڻڄاڻائيءَ جو اظهار ڪن ٿا ۽ ان ڪي ساڍ جو تال چون ٿا- پر ڳڻڻ سان هي 17 ماترائن جو تال آهي. بهرحال جيئن ته وڄت ۾ ڪونه آهي، ان لاءِ پوري پروڙ نه ٿي پوي. ٻول هي آهن:

ڌا- ڌن- تت- ڪت- تت- ڪت- ڌا گي ڌن- ت- ڌا گي ڌن.

**تالن جا قسم (بيان):** تالن جا قسم هيٺ ڏجن ٿا:

1- پون تال = 19 ماترائون
2- پورن تال = 23 ماترائون
3- پرمان تال = 17 ماترائون
4- شيکر تال = 14 ماترائون
5-سم تال = 10 ماترائون
6-منٺري تال = 11 ماترائون
7- سار تال = 8 ماترائون
8-اوپرن تال = 12 ماترائون
9-اوڏي تال = 16 ماترائون
10-رائو تال = 20 ماترائون
11-مڏر تال = 7 ماترائون
12-ڪدمب تال = 6 ماترائون
13-جَن تال = 8 ماترائون
14-سُر تال = 10 ماترائون
15-ڪَرتال تال = 12 ماترائون
16-آد تال = 8 ماترائون
17-شنک تال = 7 ماترائون
18-دوشڪر تال = 9 ماترائون
19-ليل تال = 11 ماترائون
20-يوڳ تال = 13 ماترائون
21-گپت تال = 10 ماترائون
22-ويد تال = 14ماترائون
23-لوپ تال = 18ماترائون
24-ڏبر تال = 22 ماترائون
25-پُٽ تال = 14 ماترائون
26-چڪر تال = 05 ماترائون
27- ڪل تال = 07 ماترائون
28-راج تال = 09 ماترائون
29-بِندو تال = 11 ماترائون
30-مان تال = 04 ماترائون
31-شڏ تال = 03 ماترائون
32-رتي تال = 05 ماترائون
33-رام تال = 07 ماترائون
34-بَسو تال = 09 ماترائون
35-ليک تال = 12 ماترائون
36-چچت پُٽ تال = 35 ماترائون
37-چاچ پٽ تال = 24 ماترائون
38-سِندو سٽا تال = 48 ماترائون
39- شٽ پتا پُتر تال = 48 ماترائون
40-اُدوهٽ تال = 24 ماترائون
41- درپن تال = 12 ماترائون
42- چرچري تال = 40 ماترائون
43- سنگهه ليلا تال = 14 ماترائون
44- ڪندري تال = 24 ماترائون
45- سنگهه بڪرم تال = 64 ماترائون
46- شري رنگ تال = 32 ماترائون
47- رتي ليل تال = 64 ماترائون
48-رنگ تال = 16 ماترائون
49-پدي ڪرم تال = 32 ماترائون
50-گج ليلا تال = 17 ماترائون
51- ترِپن تال = 24 ماترائون
52- بيرو ڪرم تال = 16 ماترائون
53- هنس ليل تال = 9 ماترائون
54-برن پن تال = 16 ماترائون
55-رنگ ديوتن تال = 40 ماترائون
56-پرت نبگ تال = 32 ماترائون
57-راج چورامنبي تال = 48 ماترائون
58-راج تال = 48 ماترائون
59-سنگهه وڪرت تال = 68 ماترائون
60-بَن مالي تال = 24 ماترائون
61-چَترستر برن تال = 32 ماترائون
62-ترستر برن تال = 24 ماترائون
63-مشر برن تال = 27 ماترائون
64-رنگ پرديپ تال = 40 ماترائون
65-هنس ناد تال = 32 ماترائون
66-سِنک ناد تال = 32 ماترائون
67-مل ڪامود تال = 16 ماترائون
68-شرپ ليل تال = 22 ماترائون
69-رنگا پرن تال = 36 ماترائون
70-ترنگ ليل تال = 08 ماترائون
71-چيشري تال = 32 ماترائون
72-وجيانندن تال = 32 ماترائون
73-پرتي تال = 08 ماترائون
74-دُتيال تال = 08 ماترائون
75-مڪرند تال = 24 ماترائون
76-ديپڪ تال = 27 ماترائون
77- نندن تال = 20 ماترائون
78- چَنس تال = 14 ماترائون
79-چتر مک تال = 28 ماترائون وغيره.

ياد رهي ته مٿي ڏنل تال يا ڪجهه ٻيا تال جن جو هتي ذڪر نه ڪيو ويو آهي. اهي بنيادي ستن تالن يعني (1) ڌروا تال، (2) مُٺ تال، (3) جهنپ تال، (4) ترپٽ تال، (5) آٽ تال، (6) روپڪ تال، (7) ايڪتال مان ئي ٺهيل آهن. صرف لگهو يا ماترائن جي عرصي کي وڌائي گهٽائي ٺاهيا ويا آهن. پرهن دور ۾ يا مغلن جي دور ۾ به انهن جي وڄائڻ جو رواج ڪو نه هو. هاڻي ته اهي وڄايائي ڪو نه ٿا وڃن. هتي صرف ڄاڻ لاءِ ڪجهه تال ڏنا ويا آهن. جن جو ذڪر ياتڪندي صاحب ڪيو آهي.

**تاليا:** هي ٻيڙيءَ جو حصو ٿئي ٿو. تاليو لفظ طالع يعني مٿي جهليندڙ مان نڪتل آهي. هي ٻيڙيءَ ۾ ڪم ايندڙ رسو آهي، جيڪو ڪوهي جي شيڪلي کي پاسن کان مضبوط جهلڻ جي ڪم ايندو آهي. هي رسا شيڪلي جي ٻنهي پاسن کان پيل هوندا آهن. تالين جا ڪجهه قسم هيٺ ڏجن ٿا:

(1) چوٽيءَ وارو تاليو: هي رسن جو تاليو، مور هيٺيان وجهندا آهن.

(2) ياندري تاليا: هي اصل ۾ رسا ٿيندا آهن، جن مان هڪڙو آڏير ۾ ۽ ٻيو ٻي اڏير ۾ لڳندو آهي. اڏير ڪاٺيءَ جي ڏگهي ڇپر کي چوندا آهن، جيڪا ٻيڙيءَ جي ٻنهي پاسن وارن تختن جي وچ ۾ لڳائي ويندي آهي.

**تالي ورتيه:** اڳئين زماني ۾ ورتيه نالي هڪ ذات هئي، جيڪي گداگرن جي صورت ۾ ڦرندا وتندا هئا ۽ ڳوٺن ۾ وڃي ماڻهن کي سندن گذريل ۽ ايندڙ ڳالهيون ٻڌائي ٺڳيندا هئا. انهيءَ ورتيه ذات مان تاني (يا تالي) نالي هڪ عورت هئي، جا پنهنجي گهر جي ڪنهن ٻه دريءَ کان هڪ اک ڏيکاريندي هئي ته ان جو مطلب سمجهبو هو ته ان وقت ديوتا جڻ انهيءَ سائل تي راضي ٿيا يا تاليءَ جي اک ڏسڻ سان ڪم ٿيندو هو. ناقص عقيدا قديم وقت ۾ گهڻا هوندا هئا ۽ هن وقت به آهن. مثلاً تترجي ٻولڻ سان چڱائي يا برائي معلوم ڪرڻ يا اهو وهم ته ڏائڻيون ننڊ ۾ ڪنهن بيمار ماڻهوءَ جي دل ۽ جگر کائي غيب جون خبرون ٻڌائينديون آهن. تالي ورتيه جو ڏنڊو به اهوئي هو. تالي ورتيه تيرهن تال ڄاڻندي هئي. اڄ به هي پهاڪو عام آهي ته فلاڻي عورت ڏاڍي چالاڪ يا ”تيرهن تالي“ آهي.

اهڙيءَ ريت هن عورت ”تالي“ جو ڳوٺ ’اک ڪڍائيءَ‘ جي نالي سان مشهور ٿيو ۽ ورتيه قبيلي جي وڃڻ کان پوءِ جاڙيجا ۽ سميجا ذات جا ماڻهو ان ڳوٺ ۾ لڏي اچي ويٺا. جڏهن مدد خان پٺاڻ سنڌ تي ڪاهه ڪئي ته ان جي لشڪر جي گهوڙي سوارن جاڙيجن ۽ سميجن کي ڪهُولٽيو ۽ هي ڳوٺ ويران ٿي ويو. بعد ۾ مير فتح علي خان ٽالپر جي دور حڪومت ۾ هي ڳوٺ وري آباد ٿيو. سن 1203هه مطابق سن 1789ع ۾ خاصخيلي، چانديا، راهوجا ۽ زهراڻي هتي اچي ويٺا. هن وقت هن ڳوٺ ۾ خاصخيلي ذات جي گهڻائي آهي ۽ چنا ۽ ڪرٽيا ذاتيون به ويٺل آهن.

**تامل:** ڏکڻ هندستان جي دراوڙي زبانن مان سيني کان قديم ۽ اهم زبان، جيڪا شهر چينئي (مدراس) کان وٺي اتر ۽ اوڀر سيلون (سريلنڪا) تائين ڳالهائي ويندي آهي. چيو وڃي ٿو ته خود لفظ تامل- ترامل- ترامڙ- راوڙ لفظ جو اشتقاق آهي.

اُها تامل ٻولي ئي تامل ناڊو رياست جي زبان آهي. هن زبان جي ڳالهائيندڙن جو تعداد 18,000,000 کان مٿي چيو وڃي ٿو. ٻين دراوڙي زبانن جي مقابلي ۾ هن زبان ۾ سنسڪرت جو عنصر ڪجهه گهٽ آهي. هيءَ زبان سنسڪرت کان گهڻي آڳاٽي آهي ۽ چيو وڃي ٿو ته ان جو واسطو موهن جي دڙي جي دراوڙ لوڪن جي هڪ قديم شاخ سان آهي. تامل زبان جو پنهنجو مستقل رسم الخط آهي، جيڪو ٻين دراوڙي زبانن کان مختلف آهي، پر انهن وانگر ئي، کاٻي کان ساڄي طرف لکيو ويندو آهي. تامل زبان جي ادبيات جو دائرو وسيع آهي، ۽ ادب جي مختلف صنفن ۾ تامل ۾ گهڻو ڪجهه لکجي چڪو آهي. تامل زبان جي ادب جي ابتدا ائين صدي عيسويءَ ۾ ٿي ۽ ان ۾ آهستي آهستي پختگي ايندي وئي. ڏهين صديءَ کان تيرهين صدي عيسويءَ وارو زمانو هن زبان جو بهترين دؤر هو.

**هندوستان ۽ سريلنڪا:** تامل زبان هندستان جي صوبي تامل ناڊو جي سرڪاري ٻولي آهي: ان کانسواءِ هندوستان جي نڪوبار ۽ انڊمان ٻيٽن ۾، ڪرناٽڪ، ڪيرالا، آنڌرا پرديش، مهاراشٽر ۾، سريلنڪا جي اتر اوڀر وارن صوبن ۾، ڪيناڊا، آسٽريليا، وچ اوڀر، سائوٿ آفريڪا ۾ به هيءَ ٻولي ڳالهائي وڃي ٿي. دراوڙي- ڏکڻ تامل، ڪنڙ، تامل ڪوراگو ٻولين جي خاندان مان آهي. هيءَ ٻولي تامل لپيءَ ۾ لکي وڃي ٿي. جيڪا برهمي لپيءَ مان نڪتل آهي ۽ دنيا جي قديم ٻولين ۾ شمار ڪئي وڃي ٿي، جنهن کي 3000 سالن جي عظيم تاريخ آهي. تامل دراوڙي ٻوليءَ جي ڏاکڻي شاخ مان چئي وڃي ٿي. تامل لاءِ ڪن جو چوڻ آهي ته هيءَ سنسڪرت مان نڪتل آهي، جيڪا ڳالهه غلط آهي، ڇاڪاڻ ته دراوڙي ٻولي آرين جي اچڻ کان اڳ هتي موجود هئي.

تامل ٻوليءَ جا لهجا هڪ ٻئي کان مختلف آهن ڇو ته جاگرافيائي طور هيءَ خاصي ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهي. تنجور (Thanjavar) ترونيلويلي (Tirunelveli)، رامناٿاپورام ۽ ڪجهه لهجا سريلنڪا ۾ ڳالهايا وڃن ٿا. هن جا ڪل 22 لهجا رڪارڊ ڪيا ويا آهن جن مان اديدرا ويدا (Adidravida)، آئيار (Aiyar)، آئيانگر (Aiyangar)، اراوا (Arava)، برگندي (Bargandi)، ڪسووا (Kasuva)، ڪونگار (kungar)، ڪوراوا (Korava)، ڪرچي (kurchi)، مدراسي پريڪالا (Parikala)، پٽوپو پاشا (Pattu pu)، سري لنڪائي تامل، ملائي تامل، برمي تامل، ڏکڻ آفريڪي تامل، تليگو، هريجن، سنڪيٿي، (Sankethi)، هبر (Hebbar)، مسلم تامل، ۽ مادورائي (Madurai) لهجا اهم آهن. مدراس ۽ تامل ناڊو ۾ ڳالهائي ويندڙ ٻوليءَ ۾ ڪجهه انگريزيءَ جا لفظ به شامل ٿي ويا آهن.

**تامل لپي (Tamil Script):** هيءَ پدي- حرفي نموني جي لپي آهي، جيڪا کاٻي کان ساڄي سڌي ليڪ ۾ لکي وڃي ٿي ۽ اٽڪل 500 صدي عيسويءَ ڌاري برهميءَ مان نڪتل چئي وڃي ٿي. اهو زمانو گرنٿا لپيءَ جو آهي. برهمڻ گرنٿا کي ڇڏي تامل ۾ لکڻ شروع ڪيو هو. تامل ان دور ۾ ويتولوتو لپيءَ ۾ لکي ويندي هئي.

تامل دراوڙي ٻولين جي نسل جي اهم ٻولي آهي. ڪل ٻارهن ٻوليون ڏکڻ هندوستان ۾ دراوڙن جون آهن. جن مان تامل، تيلگو، ڪلنگري، ملايالم، تولو، ڪوراگو مشهور آهن. تامل ٻوليءَ کي دراوڙي ادب ۽ تاريخ آهي. هيءَ لپي پهرين ڪجيءَ جي پنن تي لکي ويندي هئي. ان لاءِ هن جا اکر گول ۽ ڪٽا آهن. هيءَ لپي تامل ناڊو، ملائيشيا، سريلنڪا، سنگاپور، ڪيناڊا، آمريڪا ۽ آسٽريليا ۾ لکي وڃي ٿي. هن ۾ وينجنن جو تعداد 31 ۽ لاڪنن/حرف علت جو تعداد 27 آهي. پويان پنج وينجن سنسڪرت کان اڌارا ورتل آهن. تامل لپي گرنٿا لپيءَ کان ورتل آهي. جڏهن ته گرنٿا خود برهميءَ کان ورتل آهي.

**Consonants (حرف صحيح)**

| | | | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| க | k [k, g, x, ɣ, h] | த | t [t̪, d̪, ð] | ல | l [l] | ஜ | j [ʤ] |
| ங | ṅ [ŋ] | ந | n [n̪] | வ | v [ʋ] | ஷ | ṣ [ʂ] |
| ச | c [ʧ, ʤ, ʃ, s] | ப | p [p, b, β] | ழ | ẓ, ḻ, ṟ [ɻ] | ஸ | s [s] |
| ஞ | ñ [ɲ] | ம | m [m] | ள | ḷ [ɭ] | ஹ | h [h] |
| ட | ṭ [ʈ, ɖ, ɽ] | ய | y [j] | ற | ṟ, R [r, t, d] | க்ஷ | kṣ [kʂ] |
| ண | ṇ [ɳ] | ர | r [ɾ] | ன | ṉ, N [n] | | |

ஃ = āytam - turns p into f and j into z, e.g. ஃபீ fi [fi:] ஃஜி zi [zi]

(لاڪنا / حرف علت) Vowels and vowel diacritics

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| அ | ஆ | இ | ஈ | உ | ஊ |
| a | ā | i | ī | u | ū |
| [ʌ] | [a:] | [i] | [i:] | [u,ɯ] | [u:] |
| எ | ஏ | ஐ | ஒ | ஓ | ஔ |
| e | ē | ai | o | ō | au |
| [e] | [e:] | [ʌy] | [o] | [o:] | [ʌʊ] |

| | | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|
| ப | பா | பி | பீ | பு | பூ | |
| pa | pā | pi | pī | pu | pū | |
| பெ | பே | பை | பொ | போ | பௌ | ப் |
| pe | pē | pai | po | pō | pau | p |

ٻيون نشانيون Other Symbols

| | | | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ௳ | ௴ | ௵ | ௶ | ௷ | ௸ | ௹ | ௺ |
| day sign | month sign | year sign | debit sign | credit sign | as above sign | rupee sign | numeral sign |

لکت جو نمونو

மனிதப் பிறவியினர் சகலரும் சுதந்திரமாகவே பிறக்கின்றனர்; அவர்கள் மதிப்பிலும் உரிமைகளிலும் சமமானவர்கள். அவர்கள் நியாயத்தையும் மனசாட்சியையும் இயற்பண்பாகப் பெற்றவர்கள். அவர்கள் ஒருவருடனொருவர் சகோதர உணர்வுப் பாங்கில் நடந்துகொள்ளல் வேண்டும்.

انگ (Numerals)

| | | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|
| ௦ | ௧ | ௨ | ௩ | ௪ | ௫ | ௬ |
| பூச்சியம் | ஒன்று | இரண்டு | மூன்று | நான்கு | ஐந்து | ஆறு |
| pūkkiyam | oṉṟu | irantu | mūṉṟu | naraṉku | aintu | āṟu |
| 0 | 1 | 2 | 3 | 4 | 5 | 6 |
| ௭ | ௮ | ௯ | ௰ | ௱ | ௲ | |
| ஏழு | எட்டு | ஒன்பது | பத்து | நூறு | எந் | |
| ēḻu | ettu | oṉpatu | pattu | nūṟu | en | |
| 7 | 8 | 9 | 10 | 100 | 1000 | |

تامل ٻوليءَ جا ڪيترا ڪتاب (ناول ۽ شاعري) سنڌيءَ ۾ ترجما ٿي چڪا آهن ۽ هن جو ڪافي سنڌي ادب (نثر ۽ شاعري) تامل ۾ ترجمو ٿي چڪو آهي.

**تامل ٽائيگرس:** سريلنڪا جي اُترئين صوبي 'جافنا' جي آزاديءَ لاءِ وڙهندڙ ويڙهاڪ گوريلن جي تنظيم جو نالو 'تامل ٽائيگرس' آهي. تامل قوم جا هي گوريلا، پاڻ کي "تامل ٽائيگر" سڏائيندا آهن. جافنا خطي ۾



تامل ماڻهن جي آبادي تمام گهڻي آهي ۽ لساني، قومي، تاريخي، تهذيبي ۽ ثقافتي حوالي سان سريلنڪا کان ڌار هئڻ ڪري، تامل گوريلن پنهنجي خطي جي آزاديءَ لاءِ گهڻي وقت کان وٺي ويڙهه جاري رکي آهي. سندن ڪارروايون نه صرف سريلنڪائي فوج لاءِ وڏا مسئلا پيدا ڪيا آهن، پر معاشي ۽ اقتصادي حوالي سان به سريلنڪا کي وڏو نقصان رسايو آهي. دنيا جي انقلابي تحريڪن ۾ تامل ٽائيگرس تحريڪ پرتشدد تحريڪ سمجهي ويندي آهي، جو ان جا باغي گوريلا جسم سان بم ٻڌي ڪارروايون ڪندا رهيا آهن. جن کي "خودڪش بمبار" سڏيو وڃي ٿو. اهڙيون ڪارروايون اڪثر تامل عورتون ڪنديون آهن. 21 مئي 1999ع تي ڀارت جي اڳوڻي وزيراعظم راجيو گانڌي تي هڪ جلسي دوران هڪ بمبار عورت حملو ڪيو، جنهن ۾ هو مارجي ويو. چيو وڃي ٿو ته ان تامل عورت گلدستي ۾ بم وجهي بهاني سان مٿس حملو ڪيو ۽ ان جي سازش گوريلي اڳواڻ پرڀاڪرن ڪئي هئي. سن 2000- 1999ع جي، سريلنڪائي صدارتي چونڊن ۾، چونڊ مهم دوران، نگران صدر مسز چندريڪا ڪماراتُنگا کي پڻ هڪ باغي عورت پنهنجي جسم سان بم ٻڌي زخمي ڪيو هو. ان حملي ۾ مسز چندريڪا ڪمارا تُنگا پنهنجي ساڄي اک کان محروم ٿي. ڪو وقت "جافنا" جي وڏي علائقي تي تامل باغين جو قبضو هو، جڏهن ته مختلف موقعن تي تامل گوريلا، جافنا جا اهم بندرگاهه، ايئرپورٽ ۽ مُک علائقا پنهنجي قبضي ۾ آڻڻ جي دعويٰ ڪندا رهيا آهن. پر مئي 2009ع ۾ گوريلا اڳواڻ پرڀاڪرن جي پراسرار قتل بعد سندن سرگرمين ۾ ڪجهه ٺاپر آئي آهي. ياد رهي ته پرڀاڪرن مزاحمت ۽ خوف جي علامت هو. پر سندس موت هڪ راز بڻيل آهي، ان جو لاش جهنگ مان هٿ آيو هو.

**تان** (بيان) : سرن جو اهڙو مجموعو، جيڪو راڳ کي ڦهلائڻ ۾ مدد ڪري، ان کي تان چئبو آهي. ساري گا ما پا ڌا ني سا- تان آهي. مور ڇنا ۽ تان ۾ فرق آهي. ياد رکڻ گهرجي ته مور ڇنا لاءِ آروهي ۽ امروهي جو هجڻ ضروري آهي ۽ سُرن جو سلسلي وار لڳڻ به ضروري آهي، پر تان لاءِ انهن ٻنهي ڳالهين جي بنهه ضرورت نه آهي. مورڇنا جو مصرف ٺاٺ ۽ راڳ کي پيدا ڪرڻ آهي، جڏهن ته تان جو مصرف راڳ کي گهٽائڻ يا وڌائڻ آهي. تان ۾ آروهي ٿي سگهي ٿي، مثلاً سا ري گا ما پا ني سا يا امروهي ٿي سگهي ٿي جيئن ني ڌا پا ما گا ري سا- يعني آروهي امروهي ٿي سگهي ٿي، پر قطعاً مورڇنا وانگر ان جو هجڻ ضروري ناهي.

تان جا ٻه قسم آهن:

(1) **شڌتان:** هن ۾ سر سلسليوار لڳندا آهن، جيئن ساري گا ما پا ڌا ني سا.

(2) **ڪوٽ تان:** جنهن ۾ سُر سلسليوار نه لڳندا آهن، جيئن ساري گاري ما پا گا ما- ڪوٽ تان جو نالو ڳرنتن ۾ مير ڪند ڄاڻايل آهي. ڪوٽ تان ڪيڻ جا ڪجهه قاعدا ڏجن ٿا.

(1) ڪنهن خاص تعداد جي ڪوٽ تانن ڪيڻ کي پرستار چئبو آهي.

(2) هڪ سر جي ڪوٽ تان هڪ ئي ٿيندي. ٻن سرن جون ڪوٽ تانون ٻه ٿينديون. ٽن سرن جون ڇهه، چئن جون 24، پنجن جون 120، ڇهن جون 720 ستن سرن جون 5040 تانون ٿينديون قاعدو هي آهي

5040 = 7 x 6 x 5 x 4 x 3 x 2 x 1:پهرين ڪان ستين تائين. قاعدو هڪڙو ئي آهي.

(3) جيڪو تعداد سرن جو ڪوٽ تان ۾ ڏجي ٿو، انهن سُرن جو سلسليوار هجڻ ضروري آهي.

(4) بهرحال اهو قاعدو آهي ته ڪرج ڪان اڳ ۾ ڪو به سر ڪونهي. رکب ڪان اڳ ۾ ڪرج آهي ۽ گنڌار ڪان اڳ ۾ ڪرج وغيره، سو جنهن سر جي هيٺان جيڪو سُر آلاپيو وڃي، اهو ان ڪان اڳ ۾ هئڻ ضروري آهي. جيئن رکب جي هيٺان ڪرج ڳائي سگهبو، پر ڪرج جي هيٺان ڪو به سُر ڪونه ڳائبو.

(5) نئين تان، اڳينءَ مان پيدا ٿيندي وغيره.

(6) هر نئين تان ۾ صرف هڪ سر بدلائڻ جي ضرورت آهي. ان ڪان پوءِ تان جا سرُ نئين تان ۾ نقل ڪبا.

(7) ڪوٽ تانن جو تعداد صرف ايَترو ليکبو، جيترو سُرن کي پاڻ ۾ ضرب ڪرڻ سان نتيجو نڪري. مثال طور ڪيترين تانون لڳنديون، انهن جي شمار کي ضرب ڪبي. 1 x 2 x 3 x 4 =24. چوويهن ڪان مٿي چئن سرن مان تانون پيدا نٿيون ڪري سگهجن.

(8) انهن تانن جي پيدا ٿيڻ جو طريقو هي آهي، مثال چار تانون آهن: سا ري گا ما ته انهن مان ڇهه تانون اهڙيون هونديون، جيڪي مڌم تي ختم ٿينديون- **ڇهه تانون گنڌار تي ختم** ٿينديون، ڇهه تانون رکب تي ختم ٿينديون **۽ ڇهه تانون ڪرج تي ختم ٿينديون، معنيٰ** هر هڪ سر کي ڇهه **تانون حصي ۾ ايندين.**

اهڙين پنجن سُرن جي ڪل تانن کي 5 سان ونڊ ڪبو ته هر هڪ سر جون تانون نڪرنديون، جيڪي ڪل 24 = 5 ÷ 120 ته هر هڪ سر کي 24 تانون حصي ۾ ايندين.

**ارچڪ تانَ:** يعني هڪ سُر واري تان: سا، پا، ڌا، ني، سا.

**راگهنگ تانَ:** يعني ٻن سُرن واري تانَ: ساسا، ري ري، گا گا، ماما.

**سامڪ تان:** هيءَ ٽِن سرن واري تان آهي: ساري گا، ري گاما، گا ما پا، ما پا ڌا، پا ڌاني، ڌا ني سا.

**سَرانڪ تان:** هيءَ چئن سُرن واري تان آهي: سا ري گا ما، گا ما پا ڌا، پا ڌاني سا.

انهن سيني ڪان سواءِ وڏا گويا "مَڪ تان" به هٽندا آهن. انهيءَ جي خوبي اها آهي، جو زبان تي سُئي رکي ڇڏجي ته اُها به پنهنجي جاءِ تان نه چُرندي، ۽ تانَ به پئي لڳندي.

**تانتيا ٽوپي:** تانتيا ٽوپي جو اصل نالو رامچندر پنڊورنگ ٽوپي هو. سندس جنم 1814ع ڌاري مهاراشٽر جي ڳوٺ 'يئولا' ۾ ٿيو. هو نانا صاحب جو بهادر سپهه سالار هو. 1857ع جي آزاديءَ واري جنگ ۾ جن ڪردارن ماڻهن کي سڀ ڪان وڌيڪ اتساهيو، تن ۾ نانا صاحب، عظيم الله، جهانسيءَ جي راڻي ۽ تانتيا ٽوپي سرفهرست آهن. آڪسفرڊ هسٽري آف انڊيا، ٽئين ڇاپي ۾ ان بغاوت جي آغاز بابت ڄاڻايل آهي ته:

"1857ع جي شروعات ڪان وٺي فوج ۾ بيچيني وڌي رهي هئي، جنوريءَ ۾ ڪلڪتي پرسان ڊمڊم وٽ فوجي جوانن ڪارتوس موٽائي ڏنا، جوانهن ۾ چربي (سوئر ۽ ڳئون جي) لڳل هئي. مارچ ۾ برڪ پور وٽ هڪ پلٽڻ ڇڙوڇڙ ڪئي وئي، باهين لڳڻ جا واقعا ٿي رهيا هئا ۽ افواهه پکڙي رهيا هئا. سچ پچ بغاوت 10 مارچ (1857ع) تي ميرٺ ۾ ٿي هئي، ڪجهه رسالن (پلٽڻن) ڪارتوس وٺڻ ڪان انڪار ڪيو ۽ ڪين زنجيرن ۾ بند ڪيو ويو. ٽن پلٽڻن ڪي آچر جي شام جو عبادت جي وقت آزاد ڪيو ويو جن پنهنجن عملدارن کي مارايو ۽ دهليءَ روانا ٿيا. جيتوڻيڪ ان وقت هندستان ۾ 2000 يورپي موجود هئا، پر دهليءَ ۾ يورپي فوجي ڪو نه هئا. قلعي تي بيهاريل هندستاني لشڪر ساڻن ساٿ ڏنو. شهر تي قبضو ڪيو ويو ۽ شام جو بهادر شاهه ظفر کي حڪمران/ مهندار بنايو ويو. جيڪو بي دليو ۽ گهٻرايل لڳي رهيو. سندس مٿيون منجهي ويون هيون."


تانتيا ٽوپي

"جنگ آزاديءَ (غدر) جا ٽي دور آهن: پهرئين دور ۾ 1857ع جو سخت اونهارو اچي وڃي ٿو. جڏهن مسئلو فقط اهو هو ته يڙڪيل باهه کي ڪيئن روڪجي. ٻيو دور هو سرءَ ۾ لکنوءَ ۾ مدد لاءِ ڪارروائي ۽ ڪمڪ پهچائڻ وارو دور ۽ ٽئين دور ۾ سر ڪالن ڪئمپ بيل ۽ هُگ روز جون ڪارروايون اچي وڃن ٿيون. جن باغين جي سگهه کي ڪاپاري ڌڪ هنيو هو. هڪ پويون دور به هو. جنهن ۾ پوچيءَ وانگر پوئين ڪارروائي ڪئي وئي ۽ اپريل 1859ع ۾ تانتيا ٽوپي کي گرفتار ڪيو ويو.

جهانسيءَ جي راڻيءَ جي بي انتها جرئت ۽ تانتيا ٽوپي جي ذهانت ان ڪارڻ کي نراسائيءَ مان ڪڍي ورتو هو. **جو پنهنجي ڪاريهت وڃائي ويٺو** هو. مارچ 1858ع ۾ سر هگ روز جهانسيءَ تي قبضو ڪيو ۽ تانتيا ٽوپي جي مدد پهچائيندڙ فوج کي شڪست ڏني. مئي مهيني ۾ جڏهن ڪوئنج فتح ڪيو ويو ته جدوجهد پوري ٿي چڪي هئي ۽ راڻي ۽ تانتيا گواليار ڏانهن وريا. راجا جي ذاتي فوج کي پنهنجي پاسي آندائون ۽ قلعي تي قبضو ڪيائون. جو گاديءَ جو هنڌ به هو. ٻه وڌيڪ جنگيون لڳيون، جن مان راڻي هڪ سپاهيءَ جيورديءَ ۾ سپاهيءَ وانگر شهادت ماڻي. 20 جون تي گواليار جي شڪست ڪان پوءِ بغاوت ذري گهٽ ختم ٿي وئي ۽ ننڍيون ننڍيون ڪارروايون رهجي ويون. 7 جولاءِ 1858ع تي ڪننگهام امن جو اعلان ڪيو."

تانتيا ٽوپي، جيئن ته نانا صاحب جو سپهه سالار هو ۽ رهيل سپاهين سان گڏجي پوئين پساهه تائين ويڙهه ڪئي هئائين. 1857ع جي آزاديءَ لاءِ قومي رٿا ڪانپور ۾ ٿي هئي. نانا صاحب جو ڀاڻيجو راءُ صاحب ۽ منشي عظيم الله خان ۽ هن جو مشهور سپهه سالار تانتيا ٽوپي هو. پنڊت سندر لال ڪتاب "سن ستونجاهه" ۾ لکيو آهي ته:

"لکنوءَ جو سمورو شهر، جنهن وقت رت جي سمنڊ ۾ تري رهيو هو، ريزيڊنسيءَ جا انگريز قيدي قيد مان آزاد ٿي ويا هئا. سر ڪالن ڪئمپ بيل ريزيڊنسيءَ کي ڇڏي، عالم باغ ۾ پنهنجي فوج ۽ توپون گڏ ڪيون. ميجر آئوٽ رام کي اتان جو سپهه سالار مقرر ڪيو ويو ۽ لکنوءَ شهر تي حملي جي تياري ٿي وئي هئي، ايتري ۾ ڪئمپ بيل کي ڪانپور مان اطلاع مليو ته نانا صاحب جي مشهور سپهه سالار انگريزن جي فوج

کي شڪست ڏئي، وري انهيءَ شهر تي قبضو ڪري ورتو آهي. ڪئمپ بيل ان وقت آئوٽرام کي لکنوءَ ۾ ڇڏي، پاڻ ڪانپور فتح ڪرڻ لاءِ ٻيهر هليو ويو....


جهانسيءَ جي راڻي

”16 جولاءِ 1857ع تي جنرل هيو لاڪ جي فوج الله آباد مان اچي وري ڪانپور فتح ڪئي. نانا صاحب پنهنجي ڀاءُ بالا صاحب ۽ ڀاڻيجي راءِ صاحب سان گڏجي جنرل هيو لاڪ تي وري ڪاهه ڪرڻ لاءِ فوج ڪٺي ڪري رهيو هو. تانتيا ٽوپيءَ کي هنن شوراج پور موڪليو. شوِ راج پور پهچي تانتيا ٽوپيءَ ڪمپنيءَ جي 42 نمبر پلٽڻ کي پنهنجي پاسي ڪيو ۽ ان جي مدد سان هڪ ڀيرو ٻيهر بٺور تي قبضو ڪيو. جڏهن هيو لاڪ لکنوءَ وڃڻ چاهيو ٿي ته هن سندس فوج تي پٺيان حملو ڪيو. نتيجي طور هيو لاڪ کي لکنوءَ جو ارادو ترڪ ڪري پٺتي هٽڻو پيو. 16 آگسٽ 1857ع تي هيو لاڪ جي فوج وري تانتيا ٽوپيءَ جي فوج تي سرسي حاصل ڪري ورتي. تانتيا ٽوپي باقي رهيل فوج سان فتح پور ۾ نانا صاحب وٽ پهتو. ان کان پوءِ تانتيا ٽوپي اولائتي ۽ گپت رستي گواليار پهتو. گواليار جي ويجهو مَرار جي ڇانوڻيءَ ۾ سنڌيا جي زبردست فوج هئي، جنهن ۾ پيدل پلٽڻون، سوار ۽ توب خانا هئا. تانتيا ٽوپيءَ ساري فوج کي انقلاب جي طرف موڙيو. ان کي وٺي تانتيا ٽوپي مرارجيءَ کان ڪالپيءَ آيو. ڪالپيءَ جو قلعو جمنا جي ڀيءَ پر 46 ميل پري هو. 9 نومبر 1857ع تي تانتيا ٽوپيءَ ڪالپيءَ جو قلعو هٿ ڪيو ۽ پوءِ ڪالپيءَ کي ئي پنهنجو مرڪز بڻايو. بالا صاحب کي اتي مقرر ڪري، تانتيا ٽوپي فوج وٺي ٻيهر ڪانپور ڏانهن وڌيو. ان ۾ شڪ نہ آهي تہ استقلال، بهادريءَ ۽ ڦڙتيءَ ۾ ٻين هندستانين سان ناهه ڪرڻ جي قابليت ۾ تانتيا ٽوپي پنهنجو مٽ پاڻ هو.

جنرل ونڊهم ان وقت ڪانپور ۾ هو. 19 نومبر 1857ع تي تانتيا ٽوپي ونڊهم جو گهيرو ڪيو ۽ هن جي ٻاهرين رسد بند ڪري ورتائين. ونڊهم پنهنجيءَ فوج سان ڪانپور مان سندس مقابلي لاءِ نڪتو. 26 نومبر تي پانڊو نديءَ تي تانتيا ٽوپيءَ ۽ ونڊهم جي فوجن ۾ گهمسان جي جنگ لڳي. ڇيووڇي ٿو تہ ڀهرئين حملي ۾ تانتيا ٽوپيءَ جو ڪافي نقصان ٿيو، پر تانتيا جي قابليت تسليم ڪنديٰ تاريخدان مالي سن لکيو آهي تہ:


نانا صاحب

”باقي فوج جو رهنما بيوقوف نہ هو. هو اهو نقصان ڏسي هيسيو نہ. هن انگريز سپهه سالار ونڊهم جي ڪمزوريءَ کي چڱيءَ ريت ڄاتو ٿي، تانتيا ٽوپي ان وقت ونڊهم جي حالت ۽ سندس ضرورتن کي اهڙيءَ ريت پروڙي ورتو، جيئن ڪو ڪليل ڪتاب کي پڙهندو آهي. تانتيا ٽوپيءَ ۾ هڪ سچي سپهه سالار جون سموريون وصفون موجود هيون. هن ونڊهم جي انهن ڪمزورين مان فائدي وٺڻ جو ارادو ڪيو.“ ٻئي ڏينهن تانتيا ٽوپيءَ جي فوج ونڊهم جي فوج کي گهيري ۾ آڻي، پٺتي هٽائڻ شروع ڪيو ان حد تائين جو اڌ ڪانپور تانتيا ٽوپيءَ جي فوج جي قبضي ۾ اچي وئي ۽ ونڊهم جي فوج شڪست کائي ڀڄائي وئي. ڪيئي انگريز آفيسر جنگ ۾ ماريا ويا. ٽئين ڏينهن جي لڙائيءَ جي هار جو بيان، ڪندي هڪ انگريز آفيسر پنهنجي خط ۾ لکيو تہ:

”انگريزي فوج پنهنجي فتح جي جهنڊن، پنهنجن اصولي نعرن ۽ پنهنجي مشهور بهادريءَ جي باوجود پٺتي ڌڪي وئي. اهي هندستاني جن کي اسان حقير سمجهندا هئاسين ۽ چيڙائيندا رهيا آهيون، تن انگريزي فوج کان سندن ڪئمپ، سندن سامان، مال اسباب کسي ورتا. اٺ هاٿي، گهوڙا ۽ نوڪر سڀ انهن کي ڇڏي ڀڄي ويا. اهو سارو واقعو نهايت افسوسناڪ ۽ شرمناڪ آهي.“

انهيءَ شڪست کان مجبور ٿي سرڪالن ڪئمب بيل کي لکنو ڇڏڻو پيو. تانتيا ٽوپيءَ کي جيئن اها خبر پئي تہ هن گنگا جي پل ڊاهي ڇڏي ۽ گنگا جي ڪناري پنهنجون توپون ڪوڙي ڇڏيون. پوءِ بہ سرڪالن ڪئمپ بيل، تانتيا ٽوپيءَ جي توبن کان بچي، ٻيءَ جاءِ تان گنگا پار ڪئي ۽ 30 نومبر تي ڪانپور جي ويجهو پهچي ويو. ان وقت نانا صاحب بہ تانتيا ٽوپيءَ جي مدد لاءِ ڪانپور پهچي ويو هو. مالي سن لکيو آهي تہ:

”سپهه سالار جي حيثيت ۾ تانتيا ٽوپيءَ جي قدرتي قابليت ڏاڍي گهٽي هئي. گنگا جي ڪناري تي ئي هن ڪئمپ بيل جي فوج کي گهيرو ڪيو. ڀهرين ڊسمبر کان 1857ع تائين گهمسان جي جنگ ٿي، ٻنهي جي سگهه هڪ جيتري هئي ۽ فوجون متومٽ هيون. تانتيا ٽوپيءَ جي سڄي پاسي گواليار جي فوج هئي، جيڪا آخر ۾ سکن ۽ انگريزن جي گڏيل حملي سبب پٺتي موٽڻ لڳي. ميدان سرڪالن ڪئمپ بيل جي هٿن ۾ رهيو. ڪانپور جي شهر تي وري ڪمپنيءَ جو قبضو ٿي ويو. تانتيا ٽوپي پنهنجي رهيل سهيل فوج وٺي ۽ توپون ڪٺي ڏکڻ ڏانهن نڪري ويو. انگريزي فوج سندس پيڇو ڪيو. شوراج پور ۾ هڪ ٻي جنگ ٿي، جنهن ۾ تانتيا ٽوپي باقي فوج سميت ڪالپيءَ ڏانهن نڪري ويو. انگريز فوج ڪانپور واپس آئي. هن ڀيري سرڪالن ڪئمپ بيل بٺور جي محلن کي ڪيرائي مٽيءَ ۾ ملائي ڇڏيو.“

1859ع جي هن جنگ آزاديءَ جو اهم ڪردار تانتيا ٽوپي آهي. دنيا جي آزاديءَ جي جدوجهد جي تاريخ ۾ ٽيپو سلطان، جهانسيءَ جي راڻيءَ ۽ تانتيا ٽوپيءَ جهڙا ڪردار ورلي ئا ملن، جن سان بي انتها وفاداري بہ ڪئي وئي ۽ جن سان وک وک تي غداري بہ ڪئي وئي. پوءِ بہ هي نہ ٻي دليا ٿيا، نہ همت هاريائون ۽ نہ پٺ ڏنائون. آخري دم تائين وڙهندي وڙهندي ماريا ويا. انهن ٽنهي مان تانتيا ٽوپي هنيئين طبقي سان واسطو رکندو هو.

جمنا جو ڏاکڻو پاسو ۽ ونديا چل جو سارو اتر وارو علائقو 11 مهينا انقلابين جي هٿ ۾ رهيو. جيڪا ڪيپ مهاراڻيءَ لکشمي ٻائيءَ ڪٺي. هيوروز جي هٿ هيٺ وڏي فوج، جنهن ۾ حيدرآباد، ڀوپال ۽ ٻين رياستن جون فوجون شامل هيون، سي ان علائقي جي فتح لاءِ ٻيهر موڪليون ويون. 6 جنوري 1858ع تي سر هيو روز ميسور کان روانو ٿيو. راءِ ڳڙهه، ساگر، بانا پور، چنديري وغيره فتح ڪري، هيءَ فوج 20 مارچ 1858ع تي جهانسيءَ جي ويجهو اچي وئي. جهانسي ان وقت انقلابين جو خاص مرڪز هئي، شهر اندر باناپور جي راجا ۽ سردار راڻيءَ جي مدد لاءِ موجود هئا. راڻي لکشمي ٻائيءَ ڪمپنيءَ جي فوج ڀڄڻ کان اڳ پري پري تائين سمورو علائقو

جي فوج کي گاھ ۽ رسد جو انتظام ڪري ڏنو. اهاحالت ڏسي راڻي لڪشمي بائي (جھانسيءَ جي راڻي) انقلابين جي سپہ سالاري پاڻ سنڀالي ورتي، فصيل تي توبون نصب ڪيون ويون. 24 مارچ 1858ع تي



تانتيا ٽوپي ۽ انگريزن وچ ۾ جنگ جو هڪ خيالي منظر

انگريزي فوج تي توب جا گولا اڇلايا ويا، 8 ڏينهن لڳاتار جنگ هلي، پر ڪمپنيءَ جي زبردست فوج ۽ وسيع سامان جي مقابلي ۾ جھانسيءَ جي فوج جو اڪيلو ڄمي بيهڻ مشڪل هو.

تانتيا ٽوپيءَ جي فوج جمنا جي اتر ۾ هئي. جمنا پار ڪري هو چرڪاريءَ جي راجا وٽ پهتو، پر راجا آزاديءَ جي جنگ ۾ شريڪ ٿيڻ کان انڪار ڪيو. تانتيا ٽوپيءَ چرڪاريءَ تي حملو ڪري، راجا کان 24 توبون ۽ ڪسيون ۽ ٽي لک رپيا تاوان ۾ پرائي ورتو. ان کان پوءِ تانتيا ٽوپي ڪالپيءَ پهتو. اتي هن کي راڻيءَ جو خط پهتو جنهن ۾ هن کي جھانسيءَ جي مدد ڪرڻ لاءِ درخواست ڪئي وئي هئي. تانتيا، جھانسيءَ جي طرف وڌيو ۽ ڪمپنيءَ جي فوج وچ ۾ اچي وئي. ان جي سامهون جھانسيءَ جي راڻي هئي ۽ پٺيان تانتيا ٽوپي. ان جنگ ۾ تانتيا جي فوج ڪامياب نہ ٿي ۽ ڪمپنيءَ حملو ڪري ڏيڍ هزار سپاهي ماري وڌا ۽ توبون بہ قبضي ۾ ڪري ورتيون. ان کان پوءِ جھانسيءَ جي حالت وڌيڪ خراب ٿي وئي، پوءِ بہ راڻيءَ همت نہ هاري. 2 اپريل تي انگريز فوج جھانسيءَ تي ڀرپور حملو ڪيو. حملو چئني طرفن کان ڪيو ويو. راڻي گهوڙي تي سوار، سپاهين ۽ آفيسرن کي اتساھ ڏياريندي رهي، انهن ۾ زيور ۽ خلعتون ورهائيندي رهي. وچ وانگر ڪڏهن هيڏانهن، ڪڏهن هوڏانهن ٿي وئي. انگريزن ڀرپور شهر جي اتر طرف زور رکيو ان جاين تي ڏاڪڻيون رکيون ويون. راڻيءَ جي توبن پنهنجو ڪم جاري رکيو. انگريز آفيسر ڊڪ ۽ مچل ڏاڪڻين تي چڙهي پنهنجي سپاهين کي سڏيو پر هئي جٽا گولين سان ڍير ٿي ويا. سندن جاءِ تي بونس ۽ فاڪس آيا، پر اهي بہ گولين جو کاڄ ٿي ويا. ان ئي ڏاڪڻيون ٽٽيون پيون ۽ انگريزي فوج کي پوئتي هٽڻو پيو. اتر طرف کان ڪمپني (انگريز) فوج دروازو پٽي نہ سگهي، پر ڏاکڻي طرف کان ڪنهن مقامي غدار جي مدد سان ڪمپنيءَ جي فوج ڏاکڻي در کان شهر ۾ گهڙي آئي ۽ نيٺ ان محل جو گهيرو ڪري ورتو. راڻي قلعي جي فصيل تان شهرين جو قتل عام ڏسي جوش ۾ اچي وئي ۽ هڪ هزار فوج سان گڏجي انگريزن تي وچ وانگر ڪڙڪي پئي. ٻنهي طرفن کان بندوقون اڇلي تلوارن سان ويڙھ شروع ٿي وئي. ڪيترين جانيون ضايع ٿيون. ڪمپنيءَ جي فوج کي ڪافي پوئتي هٽڻو پيو. اوچتو راڻيءَ کي خبر پئي تہ صدر دروازي جو محافظ سردار خدا بخش ۽ توب خاني جو عملدار سردار غلام

غوث خان مارجي ويا آهن، مطلب تہ اتر وارو صدر دروازو بہ انگريزن جي هٿ ۾ اچي ويو آهي. راڻيءَ ان رات جھانسي ڇڏي، هٿيار ٻڌي، مردانو ويس ۾ پنهنجي گود ۾ ورتل پٽ دامودر کي چيلھ سان سوگهو ٻڌي، قلعي جي ديوار تان هڪ هاٿيءَ جي پٺيءَ تي ٽپ ڏنو ۽ پنهنجي پياري سفيد گهوڙي تي سوار ٿي ڏهن پندرهن سوارن سان گڏ ڪالپيءَ رواني ٿي وئي. انگريزن سندس پيڇو ڪيو، پر راڻي سڄي رات گهوڙو ڊوڙائيندي صبح جو ڀانڊير نامي ڳوٺ ۾ ڪجھ وقت ترسي، پٽ کي کير پياريائين. جڏهن ڏٺائين تہ انگريز فوج اچا سندس پيڇي ۾ آهي تہ گهوڙي تي ٽپ ڏئي چڙهي ۽ ڪالپيءَ ڏانهن وڌي. انگريز ليفٽيننٽ راڻيءَ کي جڏهن ويجهو اچي پهچو تہ راڻي تلوار جو وار ڪري کيس زخمي ڪري وڌو ۽ هو گهوڙي تان ڪري پيو ۽ سندس ساٿي پوئتي موٽي ويا.

راڻي ۽ سندس ساٿي تکڙا گهوڙا ڊوڙائيندا رهيا، شام ٿي وئي ۽ رات جا تارا اڀري آيا، پر راڻي ڪٿي بہ نہ بيٺي. اڌ رات جو پٽ دامودر کي چيلھ سان ٻڌل ڪٽي جھانسيءَ کان 102 ميل پري ڪالپيءَ پهتي. راڻيءَ جو پيارو گهوڙو ڪالپيءَ پهچڻ سان ڪري پيو ۽ مري ويو. صبح جو راڻيءَ نانا صاحب جي ڀاڻيجي راءِ صاحب ۽ تانتيا ٽوپيءَ سان ملاقات ڪري صلاح مشاورت ڪئي.

جھانسيءَ جي راڻي، راءِ صاحب، تانتيا ٽوپي، باندھ جو نواب، شاهپور ۽ بانا جو راجا ۽ ڪجھ ٻيا انقلابي ڪالپيءَ ۾ پنهنجي پنهنجي فوج سميت موجود هئا. ان زبردست فوج لاءِ دشمن انگريز تي فتح حاصل ڪرڻ ڏکي ڳالھ نہ هئي، پر انقلابين ۾ اهڙو ڪو شخص نہ هو جيڪو باقي ٻين کي پنهنجي حڪم جي تابع رکي سگهي. راڻي سيني کان قابل هئي، پر هوءَ عورت هئي ۽ هن جي عمر فقط 22 سال هئي. تانتيا ٽوپي هڪ بهادر ۽ هوشيار سپہ سالار هو پر هو هڪ معمولي گهراڻي ۾ پيدا ٿيو هو. قديمي خانداني راجائن کي هڪ عورت يا معمولي خاندان ۾ پيدا ٿيل هڪ شخص تانتيا ٽوپيءَ جي هٿ هيٺ گڏ ڪرڻ آسان نہ هو پوءِ بہ جھانسيءَ جي راڻي ڪجھ فوج وٺي ڪالپيءَ کان 42 ميل پري ڪنچ ڳوٺ پهتي. ڪنچ ڳوٺ ۾ سر هيو روز جي فوج سان هن جي فوج ڊوبدو ٿي. رهنمائن ۾ تفرقو ۽ بدانتظامي قائم رهي، هنن راڻيءَ جي مرضيءَ موجب مدد نہ ڪئي. نتيجي طور ڪنچ ڳوٺ بہ انقلابين هارايو.

سر هيوروز هاڻي ڪالپيءَ تي حملو ڪيو. جھانسيءَ جي راڻيءَ پنهنجي شڪست کاڌل فوج کي اتساهيو ۽ وڏي گهمسان جي جنگ لڳي. هڪ دفعي انگريز فوج کي سڄي طرف پنتي موٽڻو پيو ۽ ڪمپنيءَ جا توبچي پنهنجون توبون ڇڏي ڀڄي ويا. جھانسيءَ جي راڻي پنهنجي گهوڙي تي سيني کان اڳ ۾ هئي. سر هيوروز سڄي رخ کان مڙي، جھانسيءَ جي راڻي جي مقابلي لاءِ وڌيو. آخر ۾ سوڀ سر هيو روز جي ٿي. 24 مئي 1858ع تي ڪمپنيءَ جي فوج ڪالپيءَ ۾ داخل ٿي وئي. ڪالپيءَ جي قلعي ۾ انگريزن کي 700 مڻ بارود، بيشمار هٿيار ۽ سامان هٿ آيو. جھانسيءَ جي راڻي، باندھ جي نواب ۽ راءِ صاحب سميت ٿوري فوج ساڻ ڪري ڪالپي ڇڏي نڪري وئي.

انقلابين وٽ نہ هاٿي سامان هو ۽ نہ ڏنگ جي فوج، نہ ڪوئي قلعو، پوءِ بہ جھانسيءَ جي راڻي ۽ تانتيا ٽوپيءَ همت نہ هاري. تانتيا ٽوپي ڳجهي رستي ڪالپيءَ مان نڪري گواليار پهتو. گواليار پهچي هن مهاراجا سنڌيا جي فوج ۽ رعيت کي پنهنجي پاسي ڪيو ۽ نئين فوج وٺي پوئتي

مڙيو. جهانسيءَ جي راڻيءَ راءِ صاحب کي پهرين گواليار فتح ڪرڻ جي صلاح ڏني ته جيئن وري انقلابين کي هڪ نئون مرڪز ملي سگهي.

28 مئي 1958ع تي سڀ انقلابي رهنما گواليار جي سامهون پهچي ويا ۽ مهاراجا سنڌيا کي خط لکيائون ته اسان توڏانهن دوستيءَ جو هٿ وڌايون ٿا. پراڻا ناتا ياد ڪريو. اسان کي اوهان مان اميد آهي ته جيئن ڏکڻ طرف وڃي سگهون.

جيا جي راءِ سنڌيا دوستيءَ جو هٿ وڌائڻ بدران پهرين جون 1858ع تي پنهنجي فوج ۽ توبن سان هنن انقلابين جي مقابلي لاءِ نڪتو. سنڌيا جي ارادي کي ڏسي جهانسيءَ جي راڻي 300 سوارن سميت مٿس ڪاهه ڪئي. سنڌيا جي فوج اڳيئي تانتيا ٽوپيءَ جي حڪمت عمليءَ ۽ رابطي جي ڪري باغي ٿي انقلابين سان اچي ملي. گواليار جون توبون ٺڏيون ٿي ويون. جيا جي راءِ سنڌيا ۽ سندس وزير ونڪر راءِ کي



جنرل سمٿ

ميدان ڇڏي آگري ڀڄي وڃڻو پيو. گواليار جي رعيت خوشيءَ ۽ جوش مان انقلابين جو آڌر ڀاءُ ڪيو. گواليار جي فوجي پيشوا نانا صاحب جي نمائندي راءِ صاحب کي سلامي ڏني. سنڌيا جي وزير ماليات امرچند ڀاٽيا سارو خزانو انقلابي رهنمائن جي حوالي ڪري ڇڏيو. 3 جون 1858ع تي ڦول باغ ۾ هڪ وڏي دربار ٿي. جاگيردارن، سردارن ۽ اميرن پنهنجي پنهنجي جاءِ والاري، عرب، روهيلا، راجپوت ۽ مرهٽا پلٽڻون پنهنجون ورديون پائي دربار ۾ پهچي ويون. پيشوا جو شهر پناهه ۽ ڪلنگي راءِ صاحب جي مٿي تي رکيو ويو ۽ ساري دربار ڪيس پيشوا تسليم ڪيو هن جا وزير به مقرر ڪيا ويا ۽ تانتيا ٽوپي سندس خاص سپهه سالار مقرر ٿيو. ويهه لک رپيا فوج ۾ ورهايا ويا ۽ آخر ۾ توبن جي سلامي ٿي.

اهڙي طرح تانتيا ٽوپي، جهانسيءَ جي راڻي لڪشمي ٻائيءَ، دهلي، ڪانپور ۽ لکنوءَ کي هڪ نئون ۽ زبردست مرڪز عطا ڪيو. لڪشمي ٻائيءَ ان ڳالهه تي زور ڏنو ته هاڻي سڀ ڪجهه ڇڏي، فوج کي تيار ڪري ميدان ۾ آندو وڃي. راءِ صاحب ۽ ٻين اڳواڻن راڻيءَ جي مشوري ڏانهن ڪو خاص ڌيان نه ڏنو ۽ قيمتي وقت دعوتن ۽ جلسن ۾ برباد ڪيو.

ان وچ ۾ سر هيو روز پنهنجي فوج سميت تيزيءَ سان گواليار تي ڪاهي آيو. هن مهاراجا سنڌيا کي به پاڻ سان گڏ رکيو لڪشمي ٻائيءَ هڪ ڀيرو وري ڇڙوڇڙ فوج ۾ روح ڦوڪيو. شهر جي تنظيم ڪيائين. اوڀر واري دروازي جي حفاظت جو ذمو پاڻ تي کنيائين. ساڻس گڏ سندس ٻه سهيليون مندرا ۽ ڪاشي گهوڙن تي سوار هيون ۽ بهادريءَ سان هٿيار هلائي رهيون هيون. مشهور انگريز سپهه سالار جنرل سمٿ، لڪشمي ٻائيءَ جي مقابلي لاءِ اڳتي وڌيو ۽ ڪيترا ڀيرا سندس فوج اوڀر طرف ڦاٽڪ تي حملو ڪيو. پر هر ڀيري ڪين پوئتي هٽڻو پيو لڪشميءَ ٻاهر نڪري انگريز فوج تي ڪيترا ڀيرا وار ڪيا، ڪيترا انگريز فوجي ماري وري اچي ڦاٽڪ سنڀاليائين. هوءَ وچ وانگر هيڏانهن هوڏانهن آئي وئي پئي. 17 جون 1858ع تي ميدان لڪشمي ٻائيءَ جي هٿ ۾ رهيو 18 جون تي جنرل سمٿ وڏيڪ فوج وٺي ڦاٽڪ تي ڪاهيو ۽ مختلف طرفن کان گواليار جو گهيرو ڪرايو. جنرل سمٿ ۽ سپهه سالار سر هيو روز راڻيءَ جي مقابلي لاءِ اڳتي وڌيا. راڻي ٻنهي ساهيڙين سان شربت پي رهي هئي. سنگين

صورتحال ڏسي شربت جو وٽو اڇلائي ساهيڙين سان گڏ اڳتي وڌي. ڪيس مرداني پوشاڪ پهريل هئي ۽ سر هيو روز جو بهادريءَ سان مقابلو ڪري رهي هئي. باقي انگريزي فوج ٻين انقلابين سان وڙهندي رهي. راڻيءَ جو گهيرو تنگ ٿيڻ لڳو. گواليار جون توبون ٺڏيون ٿي ويون. ڪيتري فوج ڇڙوڇڙ ٿي وئي. راڻي ٻن ساهيڙين ۽ 15-20 سوارن سان گڏ دشمنن سان ويڙهه ڪندي سندن سر لٽڻدي پنهنجي ڇڙوڇڙ فوج طرف وڌي. اوچتو سندس ساهيڙي مندرا کي گولي لڳي ۽ هوءَ گهوڙي تان ڪري پئي. راڻي اڳتي وڌي هڪ ننڍي واهي پار ڪرڻ چاهي، پر گهوڙو نئون هئڻ ڪري ٽپ ڏئي نه سگهيو ۽ واهيءَ جي پاسي کان چڪر هڻڻ لڳو راڻيءَ اڪيلي سر دشمنن سان خوب ويڙهه ڪئي. اوچتو هڪ سوار پٺيان اچي راڻيءَ تي وار ڪيو. هن جي سر جو سڄو پاسو ڏار ٿي ويو ۽ ساڄي اک به ٻاهر نڪري آئي، پوءِ به هوءَ گهوڙي تي ويٺي رهي ۽ تلوار هلائيندي رهي. ايتري ۾ ٻيو وار راڻيءَ جي ڇاتيءَ تي ٿيو مٿي ۽ ڇاتيءَ مان رت جو ڦوهارو نڪري آيو. بيهوش ٿيندي ٿيندي راڻيءَ ان گهوڙي سوار کي تلوار سان ٻه اڌ ڪري ڇڏيو، جنهن هن تي سامهون وار ڪيو هو. راڻيءَ جي وفادار نوڪر جو سندس پرسان هو. ڪيس هڪ ڪٽيا ۾ گهلي ويو. جتي ڪيس پاڻي پياريو ويو پر گهڙيءَ پل ۾ هوءَ ٿڌي ٿي وئي ۽ ان ريت جهانسيءَ جي راڻيءَ 19 جون 1858ع تي هي جهان ڇڏيو.

تانتيا ٽوپي جي خاص ساٿين نانا صاحب، بالا صاحب ۽ لڪشمي ٻائيءَ مان ڪو به نه رهيو. انگريز هندستان ۾ پير ڄمائي چڪا هئا. خود تانتيا ٽوپيءَ وٽ ڪا ڊنگ جي فوج نه رهي هئي ۽ نه سازو سامان، پوءِ به هن همت نه هاري. جهانسيءَ جي راڻيءَ جي اگني سنسڪار کان پوءِ 20 جون 1858ع تي تانتيا ٽوپي گواليار مان نڪري راءِ صاحب، باندهه جي نواب ۽ رهيل سهيل سپاهين سميت نربدا ڏانهن وڌيو. تانتيا جو مقصد نربدا ندي پار ڪري پيشوا (نانا صاحب) جي نالي تي ڏکڻ جي راجائن ۽ رعايا کي جنگ لاءِ وري تيار ڪرڻ هو. 22 جون تي انگريز فوج تانتيا جو علي پور ۾ گهيرو ڪيو، پر هو بچي ويو. تانتيا پرتپور پهتو، انگريز فوج ڪيس پڪڙڻ لاءِ پرتپور پهچي وئي. تانتيا مڙي جئپور ڏانهن وڌيو. جتان جي فوج ۽ رعايا هن لاءِ آتا هئا. هن ڪين ويڙهه لاءِ تياري ڪرڻ جو نياپو موڪليو انگريزن کي جاڻ پيو ۽ هنن هڪدم نصير آباد مان فوج جئپور موڪلي ڏني. ان ڪري تانتيا ڏکڻ طرف مڙيو. ڪرنل هرمس فوج وٺي سندس ڪڍ لڳو. تانتيا انگريزي فوج کي گوهي ڏئي ٽونڪ پهچي ويو. ٽونڪ جي نواب شهر جا در بند ڪرائي ڇڏيا ۽ پنهنجي ڪجهه فوج تانتيا ٽوپي جي مقابلي لاءِ چئن توبن سميت موڪلي. فوج جيئن تانتيا جي سامهون آئي ته ساڻس وڃي گڏي. ائين تانتيا ٽوپي نئين فوج ۽ سامان سميت هاڙي اندر ڳڙهه ڏانهن وڌيو. زبردست مينهن اچي پيو. پٺيان هرمس فوج سان گڏ تانتيا جي ڪڍ اچي رهيو هو. راجپوتانا جي طرف کان سپهه سالار رابرٽس جي هٿ هيٺ هڪ فوج تانتيا تي حملي لاءِ رواني ٿي. چمبل ندي تانتيا جي سامهون هئي، جيڪا ڪناتار وهي رهي هئي. تانتيا ٻنهي فوجن ۽ نديءَ کان بچي، بونديءَ طرف وڌيو ۽ نيمچ، نصير آباد جي صوبي ۾ ڀيل واڙ ڳوٺ ۾ اچي ڏاهو ڪيائين. اها خبر جيئن ئي رابرٽس کي پئي ته هن 2 آگسٽ 1858ع تي تانتيا تي حملو ڪيو سڄو ڏينهن جنگ هلي، رات جو تانتيا پنهنجي فوج ۽ توبن سميت ادي پور رياست ۾ ڪوٺڙا ڳوٺ طرف نڪري ويو. 4 آگسٽ 1858ع تي وري انگريزن

ڪوڙا جو گهيرو ڪيو. جنگ ٿي، پر هن ڀيري تانتيا کي توبون ڇڏي ڀڄڻو پيو. انگريزي فوج تانتيا جو لڳاتار پيڇو ڪندي رهي. تانتيا وري چمبل نديءَ طرف وڌيو. ان وقت هڪ انگريز فوج تانتيا جي پٺيان ۽ ٻي سڄي طرف کان ٿي آئي ۽ ٽين هن جي سامهون چمبل نديءَ جي ڪناري تي موجود هئي.

اهڙي وٽ پڪڙ ۾ ٻه دنيا جو هي عظيم سپهه سالار ۽ آزاديءَ جو پروانو انگريزن کي لم ڏئي، چمبل تائين پهچي ويو ۽ عجيب ڦڙتيءَ سان انگريزي فوج کان ڪجهه فاصلي تان چمبل ندي پار ڪري ويو. هاڻي چمبل ندي تانتيا ٽوپي ۽ انگريزن جي وچ ۾ اچي وئي، پر تانتيا وٽ نه رسد هئي، نه توبون. تانتيا سڌو جهالرا پاٽن ڏانهن وڌيو. اتان جو راجا فوج ۽ توبن سميت تانتيا ٽوپيءَ سان ملي ويو. تانتيا ٽوپي عجيب جنگي حڪمت عمليءَ جو ماهر هو ۽ هن جي رابطن ۾ ڪمال جو تسلسل هو. هاڻي تانتيا کي سامان، رسد، فوج وغيره سڀ ڪجهه ملي ويو. جهالرا پاٽن طرف وڌڻ وقت تانتيا وٽ هڪ به توب نه هئي، هاڻي وٽس 22 توبون هيون. تانتيا ٽوپيءَ جهالرا پاٽن جي راجا کان ڏنڊ ڏوهه ۾ 15 لک رپيا وصول ڪيا. پنج ڏينهن اتي ترسيو. پنهنجيءَ فوج کي پگهارون ڏنائين. راءِ صاحب ۽ باندهه جو نواب تانتيا ٽوپيءَ سان گڏ هئا. ٽنهي ملي نربدا کي پار ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. انگريزن کين روڪڻ لاءِ فوجن جو ڄار پکيڙيو هو. پر تانتيا وٽ کين منهن ڏيڻ لاءِ ڪافي سامان ۽ هٿيار پنهوار هئا. هو هاڻي اندور طرف وڌيو. ان وقت ڇهه وڏا انگريز سپهه سالار رابرٽس، هومسن، بارڪ، مچيل، هوپ ۽ ڪوڪارٽ، ڇهن پاسن کان تانتيا ٽوپيءَ کي گهيرو ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا. ڪيئي ڀيرا تانتيا ٽوپي انگريزن کي نظر آيو هو، پر هر ڀيري هو ڪانئن ترڪي ٿي ويو. نيٺ راءِ ڳڙهه جي سامهون مچيل جي فوج تانتيا تي اچي ڪڙڪي. ٿوري لڙائيءَ کان پوءِ تانتيا ٽوپي ٽيهه توبون ميدان ۾ ڇڏي بچي نڪري ويو. رستي تي کيس چار وڌيڪ توبون مليون، جنهن بعد هو اُر طرف وڌيو ۽ سنڌيا جي شهر عيسيٰ ڳڙهه تي حملو ڪيائين ۽ اتان ٻيون 8 توبون هٿ ڪيائين. کيس هر وقت اهو سوداءُ هو ته ڪيئن به ڪري نربدا ندي پار ڪري. انگريزي فوج سندس چئني طرفن کان گهيرو ڪري کيس ائين ڪرڻ کان روڪڻ ٿي



تانتيا ٽوپي ۽ انگريزن وچ ۾ جنگ جو هڪ خيالي منظر

چاهيو. تانتيا جي ان وقت سفر، چالن، حڪمت عملين، فتحن ۽ شڪستن بابت هڪ انگريز مؤرخ لکي ٿو ته:

"ان کان پوءِ تانتيا جي ڀڄي نڪرڻ جو اهو تعجب خيز سلسلو شروع ٿئي ٿو جو 10 مهينا جاري رهيو. جنهن مان ائين پئي لڳو ته اسان انگريزن جي سوڀ بيڪار وئي هئي. ان سلسلي سبب تانتيا جو نالو سموري يورپ ۾ اسان جي انگريز سپهه سالارن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ مشهور ٿي ويو هو. تانتيا جي اڳيان مسئلو آسان نه هو. کيس پنهنجي غير منظم فوج کي لڳاتار ايتري تيز رفتاريءَ سان وٺي وڃڻو ٿي پيو. جو نه رڳو سندن پيڇو ڪندڙ فوجون، پر اهي فوجون، جيڪي هن جي سڄي ۽ کٻي پاسي هيون، هٽ مهٽينديون رهجي ٿي ويون. هڪ طرف هو ديواني وانگر پيچان ۾ هو، ٻئي طرف هو هڪ درجن شهرن تي قبضو ڪندو ٿي ويو ۽ پاڻ سان نئون سامان گڏ ڪندي هتان هتان نيون توبون هٿ ڪندو ۽ ان ڪانسواءِ پنهنجي فوج لاءِ نوان رضاڪار رنگروٽ ڀرتي ڪندو ٿي ويو. جن کي روزانو سٺ ميل پيچ ڊوڙ ڪرڻي پوندي هئي. تانتيا جا وسيلا صفا ٿورا هئا ۽ پوءِ به هن ايترو ڪجهه ڪري ڏيکاريو. جو ان کان انڪار ڪري ئي نه ٿو سگهجي ته هن جي قابليت غير معمولي هئي. هو حيدر عليءَ جي پائي جو جوان مرد هو. چيو وڃي ٿو ته تانتيا ناگپور مان مدراس وڃڻ چاهيو ٿي، جيڪڏهن هو سچ پچ مدراس پهچي ها ته اسان لاءِ ايترو ئي خطرناڪ ثابت ٿئي ها، جيترو حيدر علي ٿيو هو. نربدا هن لاءِ ائين رڪاوٽ ثابت ٿي، جيئن انگلش چينل نيپولين لاءِ. ڪرنل پارڪ ۽ ڪرنل نيپيئر جا سفر ايترائي تيز هئا، جيترا تانتيا جا، پوءِ به تانتيا واري واري سان بچي نڪري ويو. ساريون گرميون پوريون ٿي ويون. برساتون پوريون ٿي ويون، سرديون پوريون ٿي ويون، وري ٻيهر گرمي پوري ٿي وئي، پر تانتيا اڃا وڌي رهيو. ان کان پوءِ تانتيا پنهنجي فوج کي ٻه اڌ ڪيو. اڌ فوج جو پنهنجي هٿ هيٺ رکيائين ۽ ٻيو اڌ راءِ صاحب جي هٿ هيٺ. ٻئي دستا ٻن طرفن کان اڳتي وڌيا. انگريزن سان ڪيئي لڙائيون ڪيائون ۽ وري للت پور ۾ اچي ڪٺا ٿيا. اتي ڏکڻ ۾ مچل جي فوج، اوڀر ۾ ڪرنل ليڊيل جي فوج، اتر ۾ ڪرنل ميڊ جي فوج، اولهه ۾ ڪرنل پارڪ جي فوج ۽ چمبل طرف جنرل رابرٽس جي هٿ هيٺ هڪ فوج هئي. پنجن ئي طرفن کان انگريزن جي فوج تانتيا جو گهيرو ڪيو. تانتيا هاڻي انگريز فوج کي ڌوڪو ڏيڻ لاءِ ڏکڻ جو سفر شروع ڪري ڇڏيو ۽ وري تيزيءَ سان اتر طرف وڌڻ لڳو. انگريزن سمجهيو ته تانتيا ڏکڻ ڏانهن وڃڻ جو خيال ڇڏي ڏنو آهي، پر تانتيا تيزيءَ سان مڙيو ۽ نربدا ندي پار ڪيائين. کيجوريءَ ۾ انگريزن سان جنگ ڪيائين ۽ اتان راءِ ڳڙهه ويو ۽ پوءِ سڌو تير وانگر دکن جي طرف ڌوڪيائين. انگريز سندس چالون ڏسي وائڙا ٿي ويا. جنرل پارڪ هڪ طرف ڌوڪيو. مچل پٺيان ڌوڪيو ۽ بيچر تانتيا جي سامهون وڌيو. پر تانتيا پنهنجي فوج سميت نربدا پهچي ويو ۽ هوشنگ آباد جي ويجهو دنيا جي وڏن وڏن جنگي ماهرن کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيائين ۽ نربدا پار ڪري ويو. مؤرخ مالي سين لکي ٿو ته:

"جنهن مضبوطيءَ ۽ استقلال سان تانتيا پنهنجي تجويز توڙ تائين پهچائي، ان جي تعريف نه ڪرڻ ناممڪن آهي."

لنڊن ٽائيمز جي خاطوءَ لکيو: "اسان جو نهايت حيرت انگيز دشمن تانتيا ٽوپي ايتري تڪليف ڏيندڙ ۽ چالاڪ دشمن آهي، جو هن جي تعريف ٿي نه ٿي سگهي. اڳين جون جي مهيني کان هن وچ هند ۾ ٽرٽلو مچائي ڇڏيو آهي. هن اسان جي جاين کي چيٿاڙي ڇڏيو آهي، خزانا ڦريا آهن ۽ اسان جون مئگزنون خالي ڪيون آهن. لڙايون لڙيون آهن ۽ هار کاڌي آهي، هندستاني راجائن کان توبون کسيون آهن: اهي توبون کسائي، وري هٿ ڪيون اٿس، ۽ وري انهن تان هٿ ڌوتا اٿائين. هن جو سفر بجليءَ وانگر تيز آهي. ڪيئي هفتا سانده هو هر روز ٽيهه ٽيهه، چاليهه چاليهه ميل ٿو هلي.

ڪڏهن نربدا جي هِن پار آهي تہ ڪڏهن هن پار. اسان جي فوجي دستن کان بچي نڪري وڃي ٿو. ڪڏهن پليان تہ ڪڏهن اڳيان، ڪڏهن پهاڙين تان، ڪڏهن ندين مان، ڪڏهن ماڻرين مان، ڪڏهن ڊهٽين مان، ڪڏهن اڳتي آهي، ڪڏهن پٺتي آهي، ڪڏهن هڪ طرف آهي تہ ڪڏهن ڦيرو ڏئي اچي ٿو. اڃا هو هٿ نہ آيو آهي."

آخر ۾ آڪٽوبر 1858ع ۾ تانتيا ٽوپي، پنهنجي فوج سميت راءِ صاحب ۽ باندھ جي نواب کي ساڻ ڪري ناگپور جي ويجهو پهچي ويو. لارڊ ڪيننگ ۽ هن جا ساٿي گهٻرائجي ويا. مالي سين لکيو آهي تہ:

"جنهن ماڻهوءَ کي مهاراشٽر پيشوا ڪري مڃيندي هئي، ان جو پاڻيجو فوج سميت مهاراشٽر جي ڌرتيءَ تي پهچي ويو. نظام اسان جو وفادار هو. پر وقت ڏاڍو نازڪ هو. ان کان پهرين بہ اهڙا مثال ٿي چڪا هئا تہ جيڪڏهن ڪنهن راجا پنهنجي قوم جي جذبن کي نہ ليکيو هو تہ قوم ان راجا جي خلاف، بغاوت ڪئي هئي. اسان کي اهو پڪ هو تہ ڪٿي تانتيا جي فوج سان مهاراشٽر کي اسان جي خلاف هٿيار ڏئي، ڀڙڪائي نہ وجهي. ائين نہ ٿئي تہ سارو مهاراشٽر وديشين خلاف هٿيار کڻي ۽ ان کي ڏسي ڏکڻ (نظام جو علائقو) بہ اڀري نہ پوي!"

... اُر ۾ جنهن تانتيا وٽ ماڻهو خوشيءَ سان رسد پهچائيندا هئا، ان وٽ ناگپور ۾ مهاراشٽر جا ماڻهو اچڻ کان ڪيٻائڻ لڳا. تانتيا جي فوج اتي ڪجهه ڏينهن ترسي تہ ان کي انگريز فوج گهيرو ڪري ورتو. تانتيا جي اتر ۽ ڏکڻ کان انگريزن جون فوجون هيون. ناگپور مان تانتيا کي ڪا ئي مدد نہ ملي. لاچار هو بڙودي ڏانهن وڌيو. نربدا جي گهاٽ تي پنهنجي پاسي انگريزي فوجون ڳاهت ٿيون هيون. تانتيا وڌيو تہ ميجر سندر لئنڊ جي فوج جو هن سان ٽڪر ٿيو. تانتيا اڪ ٻوٽ ۾ نربدا پار ڪري ڏيکاري. مالي سين لکيو آهي تہ:

"دنيا جي ڪنهن بہ فوج ايتري تيزيءَ سان ڪوچ نہ ڪيو هو. جيتري تيزيءَ سان تانتيا جي فوج ڪري ڏيکاريو."

تانتيا پوءِ راج پور پهتو ۽ اتان جي سردار کان ڪجهه رپيا ۽ گهوڙا ورتائين. ٻئي ڏينهن تي ادي پور پهتو. بڙودو شهر اتان پنجاهہ ميل هو. فوج کي بڙودي جو خيال دل تان لاهڻو پيو. ٺيڪ انهيءَ وقت باندھ جي نواب، راڻي وڪٽوريا جي اعلان تي هٿيار ڦٽا ڪيا. تانتيا ٽوپي ۽ راءِ صاحب اڪيلا رهجي ويا. مالي سين لکي ٿو تہ:

"پر اهي ٻئي رهنما، انهيءَ سخت مصيبت ۾ بہ ايترو پرسڪون، بهادر ۽ هوشيار هئا، جيترا هو پهرين رهي چڪا هئا."

تانتيا هاڻي ادي پور (ميواڙ) ڏانهن وڌيو. يڪدم ڪيترين انگريزي فوجن هن تي جلهه ڪئي. هو جهنگ ۾ پيهي ويو. هاڻي تانتيا جو بچڻ محال ٿي لڳو. هڪ ڏينهن اٽڪل ڇئين وڳي شام جو پرتاب ڳڙهہ وٽ ميجر راڪ جي فوج کي شڪست ڏئي نڪري ويو. 25 سيپٽمبر 1858ع تي تانتيا ٽوپي بانس واڙي جي جهنگ مان نڪتو. ٺيڪ انهيءَ وقت دهليءَ جي شاهي خاندان جو مشهور شهزادو فيروز شاهہ سميت جمنا ۽ گنگا پار ڪري تانتيا جي مدد لاءِ اچي رهيو هو. فيروز شاهہ اڳ ئي اوڌ ۾ وڙهي چڪو هو.

هن ملاقات جي ڪهاڻي بہ نهايت دلچسپ آهي. 13 جنوري 1859ع تي فيروز شاهہ، تانتيا ٽوپي ۽ راءِ صاحب جي ملاقات ٿي. سنڌيا جو هڪ سردار مان سنگهہ بہ ساڻن اچي گڏيو. پر ان وقت وري تانتيا تي ڇئني طرفن کان گهيرو وڌي ويو هو. نيپيئر هن جي اتر ۾ هو. شاورس ڏکڻ ۾، سمر سيٽ اوڀر ۾، سمٿ ڏکڻ-اولهہ ۾، مڇيل ۽ بين سين ڏکڻ ۾، ننوز اولهہ ۾ هو. اهي سڀ تانتيا جو گهيرو سوڙهو ڪندا ٿي ويا. تانتيا وڙهندي وڙهندي



تانتيا ٽوپي ۽ انگريزن وچ ۾ جنگ جو هڪ منظر

ديوداس پهتو. 16 جنوري 1959ع تي تانتيا، راءِ صاحب ۽ فيروز شاهہ ٽنبوءَ ۾ ڳالهيون ڪري رهيا هئا تہ اوچتو ڪنهن انگريز آفيسر جو هٿ تانتيا جي چيلهہ ۾ پيو ۽ انگريز سپاهي ٽنبوءَ تي اچي ڪڙڪيا. معلوم ٿيو تہ تانتيا ٽوپيءَ کي پڪڙيو ويو آهي، پر اچانڪ اهي ٽئي اڳواڻ وڙهندي وڙهندي ڪسڪي ويا، چؤ طرف تلاشي ڪئي وئي، پر سندن پتو نہ پيو. 21 جنوريءَ تي ٽئي شگرجيءَ ۾ نظر آيا. انگريز فوج کين گهيرو ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي. تانتيا جون هاڻي اميدون ٽٽي چڪيون هيون. هن جو لِڱ لِڱ چُور ٿي پيو هو ۽ هو مان سنگهہ وٽ جهنگ ۾ لڪل هو. تانتيا، فيروز شاهہ ۽ راءِ صاحب کي فوج سان گڏ ڇڏيو هو ۽ پاڻ ئي ماڻهوئي مان سنگهہ وٽ ويو. مان سنگهہ ان وقت انگريزن سان ملي چڪو هو. چو تہ هن کي جاگير ڏيڻ جو وعدو ڪيو ويو هو. فيروز شاهہ کي تانتيا واپس گهرائڻ گهريو. پر مانِ سنگهہ کيس روڪيو. اڌ رات جو تانتيا گهري ننڊ ۾ الوٽ هو. جو مانِ سنگهہ کيس انگريزن جي حوالي ڪري ڇڏيو.

مانِ سنگهہ جي غداريءَ جي ڪري هندستان جو عظيم بهادر تانتيا ٽوپي گرفتار ٿي چڪو هو. 18 اپريل 1859ع تي کيس ڦاسي ڏيڻ جو ڏينهن مقرر ٿيو چؤ طرف فوج جو پهرو هو. انگريز زنجيرن ۾ جڪڙيل شينهن تانتيا ٽوپي جي پاڇي کان بہ ڇرڪي رهيا هئا. کيس هٿن ۾ هٿ ڪڙيون، پيرن ۾ ڏنبا ٻيڙيون پيل هيون. تاريخون لکن ٿيون تہ انگريزي فوج چوڌاري دڙن تي بندوقون تاڻي بيٺي هئي، ڳوٺن جا هزارين ماڻهو پنهنجن نگاهن سان تانتيا جا پير چمي رهيا هئا. تانتيا ٽوپي آرام ۽ همت سان ڦاسيءَ جي تختي تي چڙهيو هن جون ٻيڙيون ۽ ڪڙيون ڪاٽيون ويون. تانتيا مرڪندي پنهنجن هٿن سان ڦاسيءَ جو ڦندو پنهنجي ڳچيءَ ۾ وڌو. تختو ڇڪيو ويو. شام تائين تانتيا جو ڌڙ ڦاسيءَ جي رسيءَ ۾ لڙڪندو رهيو سڀ جهڪي هن جا پير چميا. يورپي تماشائين ڊڪي تانتيا جي مٿي مان ٻہ ٻہ، چار چار وار پٽيا ۽ بهادر تانتيا جي يادگار طور پاڻ وٽ رکيا.

**تان ٽپو**: ڳائڻ جو اهو انداز، جنهن ۾ هر لفظ جي پويان تان هجي يا راڳ جا لفظ تانن ۾ ورهايل هجن. ٽپو محمد شاهہ رنگيلي جي دور ۾ ايجاد ٿيو محمد شاهہ رنگيلي جي عهد ۾ هوري، ڌرپد ۽ ساردا راڳ جون صنفون عروج تي هيون. پوءِ وري خيال کي گهٽو ڳايو ويو. جيڪو سدا

رنگ ۾ سلطان حسين شرقي جي ايجاد ڪيل صنف آهي. خيال کي ايترو ڳايو ويو جو هوري ۾ ساردا جو رنگ جهڪو ٿي ويو. مغلن جي دور ۾ اُڌيپور جي نواب آصف الدولہ جي دربار ۾ ملڪ جا وڏا وڏا ڳائڻا ڪٺا ٿيا، جن ۾ شورا نالي گويو بہ هو، جنهن ٽپو تخليق ڪيو. حالانڪ ڳائڻ جو اهو انداز پنجاب ۾ اڳئي موجود هو، پر ان کي موجوده مقام شورا خان ڏياريو. شورا خان انهيءَ راڳ جي صنف کي راڳ ڪري اهڙي نموني پيش ڪيو. جو پوري هندستان ۾ هن جي سڃاڻپ ٿي، سنڌ ۾ هن صنف کي استاد خير محمد خان آندو. ان کانپوءِ الهڏنو نوناري ۾ منو ڪلهوڙي گهڻو ڳايو. استاد منظور علي خان هن صنف کي سنڌ ۾ عروج وٺرايو. محمد جمن، فدا حسين، رمضان علي خان ۽ شادي فقير بہ هن صنف کي ڪافي گهڻو ڳايو آهي.

**تانپورو** (ڪلاسيڪي ساز): موجوده رواج ۾ آيل سازن ۾ ڪلاسيڪي موسيقارن وٽ گهڻو استعمال هيٺ آهي. هن قديم ساز جا نقش مصر جي اهرامن جي مصوريءَ ۾ بہ ملن ٿا، جنهن مان اندازو آهي تہ چار هزار سال اڳ ۾ مصرين وٽ هي ساز هو ۽ شايد هو ئي ان جا موجد چئي سگهجن ٿا. گويا هن ٿان سُر جي آس وٺندا آهن، تنهن ڪري تانپوري جي تارن کي ڳائڻ واري جي قدرتي بنيادي سُر سان ملايو ويندو آهي. تانپوري جي ڏنڊي اڍائي ٽي فٽ ڊگهي ۽ 5-6 انچ ويڪري شاهہ بلوط جي ڪاٺيءَ مان نڪتل ٿئي ٿي ۽ هيٺ ڪدوءَ جو وڏو تنبو جُڙيل هوندو اٿس. ڏنڊي جي مٿان چار تارون چڙهيل هونديون آهن، جيڪي مٿي چاٻين سان ۽ تنبي جي هيٺيان ٻڌل هونديون آهن. تارن کي تنبي کان ڪُڙي رکڻ لاءِ اڳي ٽڪري يا عاج جي، هاڻي پلاسٽڪ جي آڏ



جيڪا ويڪر ۾ مني انچ جي ٿئي ڏيندا آهن. وچ واريون ٻہ تارون ڳائيندڙ جي بنيادي سر سان ملائيبيون آهن. انهن کي جوڙو چئبو آهي. کاٻي پاسي واري تار پنجم سُر تي ملائبي آهي. چوٿين ۾ هيٺين تار کي ٿلهي هئڻ سبب مندر سپتڪ جي کرج سان ملائبو آهي. ڳائڻ وارو متواتر ڳائڻ مهل انهن کي آڱرين سان وڄائيندو رهندو آهي. ان کي ڇيڙ چوندا آهن. هي صرف آس جو ساز آهي. ان جون چار ئي تارون واري واري سان

**تاندوري ڪينئان** (Wire worms): ڪَٽ ڪَٽ آواز ڪندڙ (Click beetle) جا ڦڪي، رنگ جا سنها ۽ لسا ڪينئان، جيڪي چراگاهن ۾ رهن ٿا ۽ فصلن، خاص طور اناج جيڪي عام طور ٻئي سال گاهہ پوک (Ley) لاءِ پوکيا ويندا آهن، تن تي حملو ڪن ٿا. تاندوري ڪينئون بهار ۽ سرءُ ۾ تمام گهڻو حملو ڪري ٿو، اهو زميني سطح هيٺان رهي ٻوٽن کي کائي ٿو ۽ پهرين انهن کي زرد ڪري ڇڏي، تاندوري ڪينئان بالغ ٿيڻ ۾ 4 کان 5 سال لڳائين ٿا، جنهن بعد اهي زمين ۾ سوبٽ (Pupa)



ٿيو وڃن. ٻج جي ورتائڻ جي عمل (Seed dressing) ۾ بي. ايچ. سي (B.H.C) مرڪب استعمال ڪري هنن کي ناس ڪري سگهجي ٿو.

**تان رس خان**: مغل بادشاهہ بهادر شاهہ ظفر جي دور جي تان رس خان، جنهن جو اصل نالو قطب بخش ولد قادر بخش هو. هو دهلي جو هو. ٻاسنا نالي هڪ ڳوٺ ۾ ڄائو. هن ڳائڪيءَ جي تعليم ننڍپڻ کان جوانيءَ تائين پنهنجي پيءُ کان ورتي. هو ڳائڻ جي فن ۾ عبور حاصل ڪرڻ کانپوءِ دهلي هليو ويو، جتي بادشاهہ هن کي قلعہ مغلي جي لاءِ منتخب ڪيو ۽ کيس شاهي موسيقار ٿيڻ جو شرف حاصل ٿيو. تان رس خان خيال گائڪيءَ کيس عروج تي پهچايو. هن جي رس ڀريل تانن کان متاثر ٿي، بهادر شاهہ ظفر کيس "تان رس خان" جو خطاب ڏنو. بادشاهہ هن جي موسيقي هفتي جا ڇهہ ڏينهن ٻڌندو هو. هو پنهنجي هاٿيءَ



تي چڙهي، پنهنجي پاڙي ۾ قائم "چاندي محل" ويندو هو. هي پاڙو بادشاهہ تان رس خان کي انعام طور ڏئي ڇڏيو هو. هن پاڙي جي هڪ گهٽي اڄ بہ "تان رس خان" جي نالي سان مشهور آهي. ايڏي وڏي عزت ۽ ناموس هوندي بہ جڏهن هن قوال ٻارن مان هڪ ميان اڇپل کي ٻڌو تہ ان جي شاگردي اختيار ڪيائين. تان رس خان پنهنجي استاد جي گهوڙي جي واڳ جهلي پيادل حضرت قطب ؒ وٽ ويندو هو ۽ رستي ۾ استاد کان موسيقيءَ جي تعليم حاصل ڪندو هو. اهو سلسلو ٻن سالن تائين جاري رهيو. 1857ع جي هنگامن کانپوءِ بهادر شاهہ ظفر کي جڏهن جلاوطن ڪيو ويو تہ تان رس خان رياست الور هليو ويو.

اتي مهراج شوڏان سنگهہ، تان رس کي وڏيءَ عزت سان پنهنجيءَ دربار ۾ رهايو. ڪجهہ عرصي کان پوءِ نيپال جي مهاراجا بهادر راءِ کيس پاڻ وٽ گهرائي ورتو. ڇهن مهينن کانپوءِ وري دکن جي نظام جي چوڻ تي حيدرآباد دکن پهتو ۽ زندگيءَ جا باقي ڏينهن اتي گذاريائين. هن جي شاگردن ۾ پنجاب جي علي بخش ۽ فتح علي خان تمام گهڻي شهرت ماڻي.

**تانسو چلر**: تانسو چلر 24 مئي 1946ع تي استنبول ۾ جنم ورتو ۽ 1993ع کان 1995ع تائين ترڪيءَ جي پهرين عورت وزيراعظم رهي. هوءَ محترمہ شهيد بينظير ڀٽو ۽ بنگلاديش جي خالده ضياءَ کان پوءِ ڪنهن مسلم ملڪ جي ٽين عورت وزيراعظم هئي. 20 هين صدي ۾ جيڪي عورتون مختلف ملڪن جو سربراهہ رهيون، تن مان هوءَ ايڪيهين عورت سربراهہ هئي. شهيد بينظير صاحبہ جڏهن ٻئي دؤر ۾ پاڪستان جي وزيراعظم هئي، ان وقت ترڪيءَ ۾ تانسو چلر ساڳئي عهدي تي ڪم ڪري رهي هئي. تانسو چلر سياستدان هئڻ سان گڏ اقتصادي ماهر پڻ رهي آهي، جڏهن تہ سياست ۾ حصي وٺڻ کان اڳ ۾ هوءَ پنهنجي مڙس عذير سان (جنهن سان هن جي 1963ع ۾ شادي ٿي هئي) گڏجي آمريڪا ۾

ترڪيءَ ۾ پرابرٽيءَ جو ڪاروبار ڪندي هئي. سندس والد 1950ع ۾ ترڪيءَ جي صوبي بالسيڪ جو گورنر رهيو هو. چلر استنبول ۾ آمريڪن ڪاليج آف گرلس مان تعليم پرائڻ کان پوءِ رابرٽ ڪاليج جي اسڪول آف اڪنامڪس مان گريجوئيشن ڪئي. يونيورسٽي آف نيو هيمپشاير مان ايم ايس ۽ يونيورسٽي آف ڪنيڪٽيڪٽ مان پي ايچ ڊي جي ڊگري حاصل ڪرڻ کان پوءِ ييل يونيورسٽي (Yale University) مان پوسٽ ڊاڪٽريٽ جي تعليم حاصل ڪيائين. فرينڪلن ۽ مارشل ڪاليج ۾ اڪانامڪس پڙهائڻ کان پوءِ سال 1978ع ۾ هوءَ استنبول ۾ باسفورس يونيورسٽيءَ ۾ ليڪچرار مقرر ٿي ۽ 1983ع ۾ ساڳئي اداري طرفان ڪيس پروفيسر مقرر ڪيو ويو. هن پينسلوينيا ۾ فرينڪلن ۽ ڪمپنيءَ جي صدر جي حيثيت ۾ به ڪم ڪيو هو. تانسو چلر مختلف يونيورسٽين ۾ پروفيسر طور پڙهائڻ کان پوءِ نومبر 1990ع ۾ ”ٽرو پاٿ پارٽي“ (True Path Party) ۾ شامل ٿي ترڪيءَ جي سياست ۾ پير پاتو. هوءَ پهريون ڀيرو 1991ع ۾ استنبول جي ڊپٽي طور چونڊجي پارليامينٽ جي ميمبر بڻي ۽ سليمان ڊيمرل جي اتحادي حڪومت ۾ اقتصاديات کاتي ۾ مملڪتي وزير طور ڪم ڪيو. 13 جون 1993ع تي پارٽيءَ جي سربراهه بڻجڻ کان پوءِ هن اتحادي حڪومت ۾ وزيراعظم جو عهدو سنڀاليو. ريپبليڪن پيپلز پارٽي (CHP) طرفان 1995ع ۾ اتحادي حڪومت جي حمايت واپس وٺڻ کان پوءِ هن سادي اڪثريت سان حڪومت ٺاهڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ان ۾ ناڪام ٿي. بعد ۾ هن ريپبليڪن پارٽيءَ سان گڏجي هڪ ٻي ڪابينا جوڙڻ تي رضامندي ڏيکاري ۽ نين چونڊن ۾ حصو وٺڻ جو اعلان ڪيو. تانسو چلر 1996ع کان 1997ع تائين ترڪيءَ جي پرڏيهي معاملن واري وزير ۽ نائب وزيراعظم پڻ رهي هئي.

سسرلڪ اسڪينڊل ڪانپوءِ هن سخت گير قومپرست پارٽيءَ گري وولوز جي سربراهه (جنهن کي سسرلڪ ڪارڪرش دوران قتل ڪيو ويو هو) کي ساراهيندي چيو هو ته ”اهي جيڪي گوليون هلائين ٿا يا هن ملڪ، قوم ۽ رياست جي نالي ۾ زخمن جو تاب پوڳين ٿا، اسان انهن کي سدائين عزت ۽ احترام سان ياد ڪندا رهنداسين.“ 1997ع ۾ ان کان اڳ جو هوءَ وزيراعظم جي حيثيت سان پنهنجي چوٿين ڪابينا جوڙي ها، ڪيس پوسٽ ماڊرن فوجي ڪاروائيءَ ذريعي هٽايو ويو. 1995ع ۾ يورپي يونين ۽ ترڪيءَ جي وچ ۾ ڪسٽمز معاهدي تي صحيحون ڪيون ويو هيون، جنهن تي عملدرآمد 1996ع ۾ شروع ٿيو هو. ان وقت ترڪيءَ ۾ تانسو چلر وزيراعظم هئي. 1996ع ۾ ترڪيءَ جي پاڙيسري ملڪ يونان سان اِميا/ڪارڊڪ بحران دوران پڻ هوءَ ترڪي جي وزيراعظم هئي. تانسو چلر کي اهم ڪاميابي ترڪيءَ جي فوج جي ڪري ملي هئي، جنهن آمريڪا طرفان مليل هٿيار استعمال ۾ آڻيندي ”ڏک هٽي پڄو“ واري چال استعمال ڪندي ڪردن جي پارٽي پي ڪي ڪي کي شڪست ڏني هئي. هوءَ آمريڪا کي پي ڪي ڪي کي ”پرڏيهي دهشتگرد تنظيم“ قرار ڏيڻ لاءِ راضي ڪرڻ ۾ پڻ ڪامياب ٿي وئي هئي، جنهن کان پوءِ ساڳي جماعت کي يورپي يونين طرفان قبوليت ڏني وئي هئي. سندس حڪومت جي خاتمي کان پوءِ ترڪيءَ جي پارليامينٽ ۾ سندس خلاف بدعنوانين جي الزامن جي جاچ پڻ ڪئي وئي هئي. اڳتي هلي هڪ ٻئي وزيراعظم ميسوت يلماز سان گڏ ڪيس فني طور محدود هئڻ جي بنياد تي پارليامينٽ جي جاچ ڪميٽي طرفان سيني الزامن مان آجو قرار ڏنو ويو هو. ان کان پوءِ اهو پڻ چيو ويو هو ته ”ڪيس سياسي مزاحمت جي ڪري الزامن کان آجو قرار ڏنو ويو هو“ هوءَ ترڪيءَ جي اڳوڻي وزيراعظم جي حيثيت ۾ ڪائونسل آف وومن ورلڊ ليڊرس جي به ميمبر رهي، جيڪو موجوده ۽ اڳوڻين وزيراعظمن تي مشتمل عالمي نيٽ ورڪ آهي، جنهن جو مقصد سڄي دنيا ۾ اعليٰ عهدن تي ويٺل عورت اڳواڻن کي عورتن جي حقن ۽ سندن منصفاڻي ترقيءَ وارن مسئلن تي اجتماعي طور قدم کڻڻ لاءِ سرگرم ڪرڻ آهي. 2002ع ۾ ترڪيءَ ۾ هڪ ڀيرو ٻيهر عام چونڊون ڪرايون ويون ته سندس پارٽيءَ پڻ چونڊن ۾ سرگرميءَ سان حصو ورتو. هن ڀيري به چونڊن ۾ سندس پارٽيءَ کي شڪست ملي، جنهن کان پوءِ هن سياست تان ريٽائر ٿيڻ جو اعلان ڪيو. تانسو چلر، مٿس ڪرپشن جي لڳل الزامن جي باوجود، پنهنجي ترقي پسند، سيڪيولر ۽ لبرل سوچ سبب ترڪيءَ جي عورتن لاءِ رول ماڊل رهي آهي. 1992ع ۾ لبيا جي سربراهه معمر ڪرنل قذافيءَ ڪيس ”اسلامي عورتن جي لاءِ هڪ نمونو“ قرار ڏنو هو. سياست ۾ سندس اچڻ جڻ ته ترڪيءَ جي ماڻهن جي لاءِ هوا جو جهوٽو سمجهيو ويو هو. هوءَ خوش لباس هئڻ سبب مقبول هئي. تنهنڪري هن سياست ۾ پڻ گليمر آندو هو ڪيس جديد ترڪيءَ جي علامت پڻ چيو ويو.

**تان سين:** تان سين موسيقي جي دنيا جو ديو مالائي ڪردار آهي. جنهن بابت ڪيترين ئي روايتون آهن، پر تحقيق جو ڪم مٿس ڪونه ٿيو آهي. ننڍي کنڊ جي موسيقي جو هي ستارو اڄ به ماڻهن جي دلين ۾ چمڪي ٿو. تان سين بابت افسانه به جام ملن ٿا. اهي ڪجهه حقيقت کي ويجهو به آهن. آئين اڪبري ۾ تان سين بابت چار سٽون ملن ٿيون. ميان تان سين کي راڳ جي هنر جو استاد ۽ هڪ ذهين انسان هجڻ ڪري اڪبر جي دربار ۾ داخل ڪيو ويو. هزارن سالن جي تاريخ ۾ هن جهڙو موسيقار پيدا نه ٿيو آهي“. هن بيان مان اهو ته ثابت ٿي ويو ته هو مسلمان هو. چو ته ميان لفظ مسلمانن لاءِ استعمال ٿيندو آهي. جڏهن ته هن کي ڪي ماڻهو هندو سمجهن ٿا. چون ٿا ته تان سين وڏين دعائن کان پوءِ ڄائو هو. هن جي پيءُ ماءُ اوليائن جا آستان پيتيا هئا. نيٺ بزرگ شيخ محمد غوث گواليارِي جي دعا اگهامي ۽ تان سين ڄائو. سندس ڄمڻ جو سن 1524ع چيو وڃي ٿو. سندس اصل نالو ثناءُ الله خان هو. ننڍي هوندي ڪيس ”سين“ ڪري سڏيندا هئا. راڳي ٿيو ته اڳيان تان لڳائي تان سين سڏيائونس. تان سين لفظ جي معنيٰ آهي ”راڳ جو آلاپ“. تان سين ڪجهه وڏو ٿيو ته ڪيس غوث محمد گواليارِي وٽ ڪٺي ويا، جيڪو راڳ جو وڏو ڄاڻو ۽ گائڪ به هو. ان وقت تان سين جي عمر چار سال، چار مهينا ۽ چار ڏينهن هئي. شيخ صاحب ڪيس هنج ۾ ويهاري سندس چپن تي پنهنجي وات جي پڪ مکي چيو ته هي عظيم ۽ ناليوارو راڳي ٿيندو. هي ننڍي هوندي کان شيخ گواليارِي وٽ رهڻ لڳو ۽ اتي باغ ۾ ويهي پکين ۽ جانورن جون ٻوليون نقل ڪندو هو. انهن ۾ مئيون ته پليون هيون پر جڏهن شينهن جي گجگوڙ ڪندو هو ته اڀ ڏاري وجهندو هو. هن جو پهريون استاد بابا هريداس هو. جلد ئي هن کي راجا مان سنگهه مڪتب فڪر جي اسڪول ۾ وڏيڪ موسيقي سکڻ لاءِ



چڙهيو ويو. جتي هن ست سال گذاري هر قسم جي راڳ، راڳڻي، لئہ ۽ تال تي عبور حاصل ڪيو. اتي ئي هن ديپڪ راڳ بہ سکيو. هن جي ملاقات گجرات جي وڏي گائڪ بيجو باورا سان ٿي. بيجو باورا سندس راڳ ٻڌي خيال ڪيو تہ مان بہ تان سين ٿي سگهان ٿو. هن سخت رياض ڪيو ۽ گواليار ۾ وڃي تان سين کي راڳ جي مقابلي جي دعوت ڏنائين. چون ٿا تہ وڏو مقابلو ٿيو جو رڳو ماڻهو تہ ڇڏيو پر جهنگ جا هرڻ ۽ ٻيا جانور بہ ٻنهي فنڪارن جي راڳ آڏو ويهي رهيا. چون ٿا تہ بيجو باورا سارنگي وڄائيندو هو. انهيءَ واقعي يا مقابلي ۾ ڪاميابي تان سين جي ٿي. جو هن کي راڳ ديپڪ تي عبور هو. ان بعد جلد شير شاهہ سوريءَ هن کي پنهنجي دربار ۾ رکيو. چون ٿا تہ انهيءَ عرصي ۾ هن جي لنؤن شير شاهہ سوري جي جانشين سان لڳي وئي. انهيءَ شهزادي جي عشق ۾ پنهنجو دماغي توازن وڃائي ويٺو. هن محبت جو تفصيل سان ذڪر "تان سين" ڪتاب، جيڪو شير سنگهہ ۽ ڪمار گنڌرا جو لکيل آهي، ان ۾ ڏنل آهي. ڪيترو عرصو انهيءَ حالت ۾ رهڻ کان پوءِ جڏهن ذهني ڪيفيت ٺيڪ جاءِ تيس تہ دهلي هليو آيو ۽ اتي ملان سلامت وٽ رهڻ لڳو. جيڪو پيش امام هجڻ سان گڏ راڳ جو ڄاڻو بہ هو. ان سان گڏ هن پشاور ۽ سيوهڻ جو سير بہ ڪيو. ڪافي عرصو سيوهڻ ۾ رهيو ۽ درٻار قلندر تي حاضريون ڏنائين. جتان واپس وڃي متِرا ۾ بابا هريداس کان ٿيندو بنگال ويو. موٽندي راجا رامچندر جي دربار ۾ ٽڪيو. جتي راجا کيس درٻاري ڳائڻي جو رتبو ڏنو. راجا رامچندر جي درٻارين جو ذڪر ڪندي لکيو ويو آهي تہ "تان سين" دربار جو مکيہ رڪن هو. جيڪو ڪيتريون ٻوليون ڄاڻيندو هو. هن جهڙو راڳي نہ آهي ۽ نہ وري هزار سالن تائين ڪو ٿيندو. ان وقت جليل قدر بادشاهہ اڪبر جو زمانو هو. جيڪو موسيقي جو وڏو متوالو هو. ان وقت سندس دربار ۾ زين خان نالي ڳائڪ کي درٻاري ڳائڻي جو رتبو حاصل هو. جنهن اڪبر کي ٻڌايو تہ رامچندر جي دربار ۾ تان سين نالي گويو ڪانئس وڌيڪ راڳ ڄاڻي ٿو. اڪبر بادشاهہ جلال خان نالي پنهنجو نمائندو موڪلي تان سين کي پنهنجي دربار ۾ آندو ۽ جتي تان سين قابليت ۽ لياقت سان نون رتنن مان هڪ ٿيو. هن ۾ ايجاد ۽ نواڻ پسندي جو مادو تمام گهڻو هو. هن ڪيترائي راڳ ايجاد ڪيا. جن مان درٻاري راڳ بہ هڪ آهي، جيڪو رات جي پهرين پهر ۾ ڳائبو آهي. بلمپت ۾ ڳائڻ سان هن جو تاثير اجا وڌي ٿو. اڪبر بادشاهہ هڪ ڀيري تانسين کان پڇيو تہ تو کان وڏو گائڪ بہ ڪو آهي تہ هن هري بابا جو نالو ڪنيو. جيڪو هن جو استاد هو. اڪبر بادشاهہ هري داس وٽ منزل ڪري راڳ ٻڌائڻ جي گذارش ڪئي، پر بابا هريداس جواب ڏنو تہ هو ڪنهن بہ بادشاهہ جي حڪم تي راڳ ڪو نہ ڳائيندو آهي. هڪ عجيب واقعي جو ذڪر هتي ضروري آهي. جنهن جو واسطو سنڌ جي تاريخ سان آهي

خانان خان جڏهن سنڌ تي چڙهائي ڪري جاني بيگ جيڪو مغلن طرفان ٺٽي جو حاڪم هو ان کي گرفتار ڪيو. تڏهن اڪبر بادشاهہ تان سين کي جاني بيگ جي زخمن تي لوڻ ٻرڪڻ لاءِ موڪليو تہ هو سندس آڏو ڳائي. بظاهر اها هڪ شاهاڻي عزت هئي، جو تہ موٽ ۾ بادشاهہ گهڻيون سوڪڙيون ڳائڻن کي ڏيندا هئا. پر جاني بيگ جي آڏو جڏهن تان سين پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيو تہ هن وٽ ڏيڻ لاءِ ڪجهہ بہ نہ هو مگر جاني بيگ هلندي محفل مان اٿي ست ڀيرا تان سين چوڌاري ڦيرا پاتا ۽ محبت مان چيائينس "تان سين مون وٽ آڇڻ لاءِ بس اهو آهي". ست ڀيرا ڦيرا پائڻ جو مطلب آهي، زندگي آڇڻ. تان سين بہ انهيءَ مليل عزت جو اعتراف ٻئي هٿ ٻڌي ڪيو ۽ چيو تہ هن اڪبر بادشاهہ جي آڏو بہ ڪڏهن هٿ نہ ٻڌا آهن.

تان سين جو هڪ عورت سان معاشق جو ذڪر بہ "تان سين" نالي هندي ۾ لکيل ڪتاب ۾ ڪيو ويو آهي. هن جو تاني نالي هڪ ڳائڻيءَ سان پيار ٿي ويو. هڪ ڀيري تان سين پنهنجي محبت جي اظهار لاءِ سندس آڏو ديپڪ راڳ ڳايو تہ وسايل ڏيا ٻري پيا!. تاني ايتري تہ وڏي ڳائڻي هئي جو هن مينگهہ ڇيڙي انهيءَ باهہ کي اجهايو. تان سين پوءِ ان سان شادي ڪئي. اها بہ لوڪ ڪهاڻي طور مشهور آهي. هن ميان جي ٽوڙي ۽ ميان ملهار راڳڻين ايجاد ڪرڻ کان سواءِ رباب ساز بہ سڌارا آندا. تان سين جي ڳائڻ واري انداز کي گوالياري گائيڪيءَ جو نالو ڏنو وڃي ٿو. هن جي پوين مان ٽي مشهور ۽ وڏا راڳي پيدا ٿيا. 1. تان راس خان، 2. بيلا راس خان جنهن بيلاس خاني ٽوڙي ايجاد ڪئي ۽ 3. مامن خان.

65 سالن جي ڄمار ۾ 1589ع ۾ تان سين وفات ڪئي. گواليار ۾ سندس قبر موجود آهي، جنهن تي لکيل آهي.

"تان سين راڳ جو بادشاهہ هو. هن راڳ ننڍپڻ ۾ ئي پنهنجي اباڻي ڳوٺ گواليار ۾ سکيو. هي اڪبر بادشاهہ جي نون رتنن مان هڪ هو. هندوستان ۾ هن جهڙو گائڪ اڃا پيدا نہ ٿيو آهي"

سندس قبر جي مٿان گدامڙي جو وڻ آهي. گهڻا ڳائڻا تبرڪ طور ان گدامڙي جي وڻ جا پن آواز کي سٺو ڪرڻ لاءِ کائيندا آهن. سنڌ ۾ تان سين جي گواليار گهراڻي جا گائڪ موجود آهن. جيڪي سنڌي راڳداري ۾ وڏو نالو رکن ٿا.

**تانگهہ** *Psammophis condanarus* / Indochinese Sand Snake (بلا): هن کي سرنگهہ چوندا آهن. ساموفِس ڪوندانيرس ڏسڻ ۾ *Psammophis leithii* جهڙي آهي پر ان جي رنگ روپ ۾ ڪجهہ فرق آهي. هيءَ بلا 0.80 ميٽر کان 0.97 ميٽر ٿئي ٿي، پڇ 150 کان 200 ملي ميٽر هوندو اٿس. جسم تي هيڊا ناسي ۽ سونهري ناسي پور وچوٽ پٽا هوندا اٿس. هڪ



ڳاڙهسري پوري پٽي پهرين ٻي ۽ ٽين چلري قطار تي ٿئيس ٿي جيڪا ٻنهي پاسي اک تان ٿيندي وات تائين اچي ٿي.

هي بلا عام طور پاٽيءَ جي ڀرپاسي ۾ اوچي گاهہ ۾ ٿيندي آهي. پنهنجي جنس جي ۽ ٻين بلائن وانگر ڪِرڙيون کائيندي آهي. نيپال کان بنگال، هند، سنڌ ۽ پنجاب ۾ ٿئي ٿي.

**تاوِيلَ**: لفظ "تـاويل" جي لغوي معنيٰ "اصل ڏانهن موٽائڻ" آهي. خاص ڪري قرآن شريف ۾ هيءَ لفظ حقيقت جا نگهبان، حقيقي معنيٰ ڏانهن رجوع ڪرڻ ۽ معنيٰ يا تفسير لاءِ ڪم ايندو آهي. چوٿين صديءَ هجريءَ تائين تفسير جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندو رهيو. 'تاويل' ۽ 'تفسير' ۾ ٿورو فرق آهي. لفظ "تفسير" جو استعمال ڏکين لفظن جي استعمال ۽ تشريح بابـت ٿيـنـدو هـو ۽ 'تاويل' جـو لفظ جملن ۾ معـنـيٰ ۽ وضـاحت لاءِ هـوندو آهي.

**تائٽ/تائيٽ**: ڳهه جو هڪ ڳهه جو هڪ قسم. ڳچيءَ ۾ پائڻ جو ڳهه (چاندي يا سون جو چوڪنڊو يا ٽڪنڊو ٽڪر، جيڪو ڳاني ۾ پوئي هار سينگار طور ڳچيءَ ۾ پائين). "تائيٽ" سنڌ ۾ زالون توڙي مرد ڳچيءَ ۾ پائين. هيءُ سادو ڳهه آهي، سماٽ ۽ بلوچ ذاتين جي تائيٽ ۾ گهڻو فرق ٿئي. بلوچن جا تائيٽ مستطيل ۽ سماٽن جا تائيٽ ٽڪنڊا ٿين. ٽڪنڊن تائيٽن ۾ ٽڪنڊي جي مٿين مولهه آيل نه هوندي آهي. تائيٽ، جستي ۽ رائي چاندي مان به ٺاهين. تائيٽ ڪنواريون توڙي پرڻيل، مسلمان توڙي غير مسلمان مڙني قومن جي ذاتين جون عورتون پائين، پر مرد گهڻو ڪري غير مسلمان پائين. مسلمان ذاتين ۾ ڪن ذاتين جا مرد به تائيٽ پائين. تائيٽ تي وينجهرڪو ڪم به ٿئي ته ٺپائي به ٿئي.

**تائيوان** (Taiwan): هن ملڪ جو سرڪاري نالو جمهوريه تائيوان (Republic of Taiwan) آهي ۽ پراڻو نالو فراموسا آهي. چيني زبان ۾ ان جي لغوي معنيٰ آهي "خوبصورت ٻيٽ". هي ملڪ اوڀر ايشيا ۾ آهي. هن جي اتر – اوڀر ۾ چيني سمنڊ، اوڀر ۾ پئسفڪ سمنڊ، ڏکڻ ۾ ڊاڪٽيون



چيني سمنڊ، اولهه ۾ تائيوان گذرگاهه، جيڪا هن کي چين کان ڌار ڪري ٿي، موجود آهن. تائيوان جي ڪل پکيڙ 36000 چورس ڪلوميٽر (13896 چورس ميل) ۽ آبادي 2 ڪروڙ 23 لک 19 هزار آهي. تائيوان جي گادي جو هنڌ تائي پي (Taipei) ۽ سڀ کان مٿانهون هنڌ يوشان (بلندي: 3997 ميٽر) آهي. تائيوان جي سرڪاري ٻولي چيني آهي، جڏهن ته هتي انگريزي، جاپاني ۽ هاڪين ٻوليون به ڳالهايون وڃن ٿيون. تائيوان جي موسم خوشگوار رهندي آهي، گرمي ۾ گهڻيون برساتون پونديون آهن، جڏهن ته سردين ۾ موسم گهميل رهندي آهي. هتان جي مکيه زرعي پيداوار ۾ چانور، ڪيلو ڊاڙهون، ڪمند، مٺا پٽاٽا، مگيرا، چانهه، پاڇيون ۽ ميوا شامل آهن. هتان جي مکيه صنعتن ۾ ٽيڪسٽائل، اليڪٽرانڪ جو سامان، هوائي جهاز، ڪپڙو اٽڻ، ڪيميائي شيون، پاڻ، فوڊ پروسيسنگ، سيمينٽ، شيشو ۽ پلاسٽڪ آهي. تائيوان جي آزاديءَ جو ڏهاڙو 21 جنوري 1949ع آهي.

**تاؤمت**: چين جو هڪ مذهب، جنهن جو باني لائوزي آهي. لائوزي پنهنجي ڪتاب "تائو ڪنگ" ۾ لکيو آهي ته خوشحال زندگي بسر ڪرڻ جو هڪڙو ئي طريقو آهي ته تائو مت جي پيروي ڪئي وڃي. پر انهيءَ ڪتاب ۾ تائو بابت ڪا به تشريح نه ڪئي وئي آهي. ان لاءِ تائو بابت ماڻهو مختلف خيال آرايون ڪن ٿا ۽ ان جون ڪوڙ تشريحون ڪن ٿا. تائو جون جيڪي صفتون ٻڌايون ويون آهن، اهي هي آهن:

(1) هو ازل کان موجب آهي. (لائوزي جي چوڻ موجب) اهڙو ڪو به زمانو ڪونهي، جنهن ۾ تائو موجود نه رهيو هجي. سندس نزديڪ تائو جو تصور خدا جي تصور کان اڳ موجود هو.

(2) هو هر جاءِ ۽ هر هنڌ موجود آهي، اهڙي ڪا جاءِ ڪانهي، جتي تائو موجود نه هجي.

(3) ڪائنات جي عظمت، شان ۽ شوڪت تائو سبب آهن. هو باريڪ کان باريڪ شين ۾ موجود آهي.

(4) سندس وجود جي ڪري ئي چنڊ، سج، تارا پنهنجي محور تي هلن ٿا. هو ننڍين ننڍين جيون کي به زندگي عطا ڪري ٿو.

(5) تائو کي نه جسم آهي، نه آواز آهي، نه رنگ. هي سڀني جسمن جو خالق آهي. هن پاڻ ئي آواز بنايا آهن.

(6) هو ئي سموري مخلوق کي روزي ڏئي ٿو پر پاڻ غير متحرڪ آهي.

(7) هو جاتل سڃاتل، ناقابلِ تقسيم ۽ هر هڪ تي مهربان آهي.

هوائي مانن زو جيڪو هن فلسفي جو ماهر سمجهيو وڃي ٿو ان تائو جي صفتن بابت لکيو آهي ته "تائو ئي آسمان کي سهارو ڏيندڙ ۽ زمين کي وڇائيندڙ آهي. جنهن جي نه ڪا حد آهي، نه انتها. سندس بلندي ماپي نٿي سگهجي، نه ئي سندس گهرائيءَ جو اندازو آهي. سڄي ڪائنات سندس قبضي ۽ قدرت ۾ آهي. هو بي حد لطيف، باريڪ ۽ هر چيز ۾ موجود آهي: جهڙيءَ ريت ڏيڻ ۾ پاڻي هوندو آهي، پهاڙن جي بلندي ۽ غارن جي پستي تائوءَ جي دم سان دائم ۽ قائم آهي. وغيره.

لائوزي جا نظريا مبهم ۽ سمجهه ۾ نه ايندڙ آهن. پاڻ ئي چوي ٿو ته ان بابت معلومات حاصل ڪرڻ يا ان تائين پهچڻ تمام مشڪل آهي.

لائوزي جو اصل نالو لي په يانگ هو. هو ڪنفيوشش جو همعصر هو.

تاؤمت

604 ق.م ۾ هو رياست "سو" ۾ هڪ غريب چينيءَ جي گهر ۾ ڄائو. ننڍي هوندي کان شاهي ڪتب خاني جي محافظ طور ملازمت اختيار ڪيائين. ان ڪري کيس مطالعي جو بهترين موقعو نصيب ٿيو. جڏهن پنهنجي مذهب جو پرچار شروع ڪيائين ته ماڻهو کيس لائوزي سڏڻ لڳا، جنهن جي معنيٰ آهي "پوڙهو فلسفي". هن 25 صفحن جو ڪتاب لکيو. سياسي حالتن سبب ملازمت ڇڏي 90 سالن جي عمر ۾ ملڪ ڇڏي ويو. پوءِ جو پتو ڪونه پيو ته ڪٿي ۽ ڪڏهن جهان ڇڏيائين. سندس لکيل ڪتاب "تائو ته ڪنگ" تمام مختصر آهي، جنهن کي سمجهڻ ڏکيو آهي،

ان لاءِ سنڌس فلسفي جو پرچار به اهڙو گهڻو ڪونه ٿيو. پر سنڌس فلسفي جو اثر ان وقت جي سماج تي خاصو پيو ۽ پاڻ ان دور ۾ ماڻهن لاءِ بحث جو موضوع بڻيو.

**تبت/ ٿٻيٽ:** چين جي ڏکڻ ۾ واقع خوبصورت رياست، جيڪا هڪ خودمختيار رياست سڏجي ٿي. سنڌيءَ ۾ هن ملڪ کي ٿُبيٽ به چيو ويندو آهي. هن جي گاديءَ جو هنڌ "لهاسا" آهي. هيءَ دنيا جي اوچائيءَ وارن علائقن ۾ سرفهرست آهي. سامونڊي سطح کان لڳ ڀڳ 4900 ميٽر (16000 فوٽ) اوچائي تي واقع تبت کي دنيا جي ڇت به سڏيو ويجي ٿو. تبت پنهنجي تاريخ کان وٺي الڳ ۽ آزاد رياست جي دعويٰ ڪئي آهي. ائين صديءَ عيسوي ۾ تبت وارن ٻُڌمت قبولي. پاڻ کي بيءَ دنيا کان ڪٽي ڇڏيو. خليفي مامون جي دور ۾ تبت جو بادشاهه مسلمان ٿي ويو هو. پر ڪجهه صدين کان وٺي ان جو اسلامي دنيا سان واسطو گهٽ رهيو آهي. 1720ع ۾ چين اهو علائقو فتح ڪيو. اڳتي هلي 1913ع




ڌاري تبت پنهنجي خودمختياريءَ جو اعلان ڪيو. جنهن جي پٺيان برطانيه جي حوصلي افزائي شامل هئي. پر 1950ع ۾ وري چيني ڪميونسٽ پارٽيءَ تبت تي حملو ڪري، ڪنٽرول حاصل ڪيو. پوءِ اتان جي عوام ۾ بيچيني ۽ بغاوت جنم ورتو. چوڻ ته وعدي باوجود تبت کي داخلي خودمختياري نه ڏني وئي. 1959ع ڌاري اتي عوامي بغاوت ۾ اضافو ٿيو پر چيني حڪومت ان کي دٻائي رکيو. جڏهن دلائي لاما هندستان هليو آيو ته پٺيان 'پنچن لاما' کي هٿ وٺي تبت جي حاڪميت ڏني وئي.

تبت/ ٿبيٽ ۾ اڪثر باشنده 'لامائيت' واري مذهبي اثر هيٺ آهن، جيڪو ٻڌمت جي هڪ شڪل آهي. هتي زراعت صرف سانگپور (برهمپترا)، سنڌونديءَ ۽ ستلج وادين ۾ ممڪن آهي. هتان جا 90 سيڪڙو رهاڪو زراعت تي گذران ڪن ٿا. تبت جي آبادي لڳ ڀڳ اوڻيهه لک آهي.

تبت جي قومي ٻولي تبتي آهي، جنهن جا چين ۾ 1,070,000 ڳالهائڻ وارا موجود آهن. 86سيڪڙو ماڻهو هي ٻولي ڪو نه ڄاڻن. رڳو تبتي ڳالهائين، جن ۾ 570000 ڊبس (Dbus)، 460,000 گتسانگ (Gtsang) ۽ 4,593,000 ٻين ٻولين جا ماڻهو هيءَ ٻولي ڳالهائين ٿا. تبت کان سواءِ آسي پاسي جي علائقن جهڙوڪ: سچوئن (Sichuan)، ڪنگائي (Qingai) وغيره جي علائقن جا ماڻهو به تبتي ٻولي ڳالهائين ٿا. ان کانسواءِ ڀوٽان، هندوستان، نيپال، ناروي، سئٽزرلئنڊ، تائيوان ۽ آمريڪا ۾ به هيءَ ٻولي ڳالهائي وڃي ٿي. هن کي ڀوٽيا، ڊبس، ڊبسنگ تسان (Dbusgstang)، ڦوڪ (Phoke)، تبتي، يو (U)، وئي (Wei)، وئي زنگ (Weizang) ۽ زانگ (Zang) جي نالن سان به سڏيو وڃي ٿو هن ٻوليءَ جا ڪيترائي لهجا مختلف علائقن ۾ ڳالهايا وڃن ٿا، جن ۾ تسانگ، لهاسا، ڊبس، منگهرس (Mangahris)، ڊيڪنگ زانگ وغيره مشهور آهن. جيڪي مختلف علائقن جا ماڻهو ڳالهائين ٿا. هي سائينو تبتي، برمي، هماليائي، تبتي ڪنوئري، وچين تبتي ٻولين جي شاخ مان آهي. هي ٻولي تبت ۾ پرائمريءَ کان وٺي تعليم جو ذريعو آهي. هن ٻوليءَ ۾ ڪيترائي رسالا، اخبارون ڇپجن ٿيون. تبت ۾ رهندڙ قبيلا رانگ، سفان (Hsifan) ۽ ڀوٽيا وغيره. هي ٻولي خاص طور ڳالهائين ٿا. هي لامائي ٻڌ آهن. زراعت سان وابسته هجڻ کان سواءِ رڍون، ٻڪريون ڌارين ۽ اٺڻ جو ڪم ڪن. ڪجهه مسلمان به آهن. هي ٻولي تبتي لپيءَ ۾ لکي وڃي ٿي. 7 صدي عيسوي ۾ يارلنگ (Xarlung) نالي تبت جي حڪمران، پنهنجي هڪ وزير ٿونمي سمڀوتا کي هندوستان موڪليو ته هو ٻڌ مذهب بابت معلومات ڪٺي ڪري، ۽ هن هتي نوشته هٿ ڪري پنهنجي لپي ايجاد ڪئي، جنهن جو گهڻو تڻو بنياد ديوناگريءَ جي حرفن تي هو هن تبتي ٻوليءَ جو گرامر به سنسڪرت جي بنياد ٺاهيو. جنهن ۾ ٻڌ مذهب بابت معلومات لکي ويندي هئي. هاڻي عام زندگيءَ جي وهنوار لاءِ به هيءَ لکت ڪم اچي ٿي. توڙي جو هن ۾ وقت گذرڻ سان ڪيترين تبديلين به آيون آهن. هي حرف-پدي نموني جي ٻولي آهي، جنهن ۾ حرف علت "اَ" بهرحال موروثي آهي. جيئن هندوستان ۽ ڏکڻ ايشيا جي ٻولين ۾ اڪثر آهن. ٻيا آواز گهڻو ڪري اعرابون ڏئي ظاهر ڪيا وڃن ٿا. هر پد کي ٽٻڪو ڏئي ٻئي پد کان الڳ ڪيو وڃي ٿو. حرف صحيح خاص نموني جا ڏٽ ڏئي لکيا وڃن ٿا. هيءَ لپي 6 ملين ماڻهو لکن ٿا. منگوليا ۾ لکت توڙي ۽ ٻولي کي ڪلاسيڪي درجو حاصل آهي. چوڻ ته ٻڌ نوشته هن ٻولي جي لکت ۾ محفوظ آهن. هن جي لپيءَ ۾ حرف صحيح يا وينجنن جو تعداد 30 آهي. جڏهن ته ان ۾ سنسڪرت ۽ ٻين ٻولين کان 5 اکر اڌارا ورتل آهن ۽ ان ۾ حرف علت جو تعداد چار آهي، جڏهن ته ڏٽ 90 آهن. صورتخطي ۽ لکڻ جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو.

حرف صحيح (Cosonants)

| | | | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ཀ་ | ka [ká] | ཁ་ | kha [kʰá] | ག་ | ga [kà/kʰà] | ང་ | ña [ŋà] |
| ཅ་ | ca [ʧá] | ཆ་ | cha [ʧʰá] | ཇ་ | ja [ʧà] | ཉ་ | ña [ɲà] |
| ཏ་ | ta [tá] | ཐ་ | tha [tʰá] | ད་ | da [tà/tʰà] | ན་ | na [nà] |
| པ་ | pa [pá] | ཕ་ | pha [pʰá] | བ་ | ba [pà/pʰà] | མ་ | ma [mà] |
| ཙ་ | tsa [tsá] | ཚ་ | tsha [tsʰá] | ཛ་ | dza [tsà] | | |
| ཝ་ | wa [wà] | ཞ་ | źa [ʃà] | ཟ་ | za [sà] | | |
| འ་ | ('a) [à] | ཡ་ | ya [jà] | ར་ | ra [rà] | ལ་ | la [là] |
| | | ཤ་ | śa [ʃá] | ས་ | sa [sá] | | |
| ཧ་ | ha [há] | ཨ་ | (a) [á] | | | | |

Conjunct consonants ڏت

| | | | | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| རྐ rka | རྒ rga | རྔ rṅa | རྗ rja | རྙ rña | རྟ rta | རྡ rda | རྣ rna | རྦ rba |
| རྨ rma | རྩ rtsa | རྫ rdza | རྐྱ rkya | རྒྱ rgya | རྨྱ rmya | ལྐ lka | ལྒ lga | ལྔ lṅa |
| ལྕ ltsa | ལྗ lza | ལྟ lta | ལྡ lda | ལྤ lpa | ལྦ lba | ལྷ lha | ཀླ kla | གླ gla |
| བླ bla | ཟླ zla | རླ rla | སླ sla | ཀྭ kwa | ཁྭ khwa | གྭ gwa | ཅྭ cwa | ཉྭ ñwa |
| ཏྭ twa | དྭ dwa | ཚྭ tshwa | ཞྭ źwa | ཟྭ zwa | རྭ rwa | ལྭ lwa | ཤྭ śwa | སྭ swa |
| སྐ ska | སྒ sga | སྔ sṅa | སྙ sña | སྟ sta | སྡ sda | སྣ sna | སྤ spa | སྦ sba |
| སྨ sma | སྩ stsa | སྐྱ skya | སྒྱ sgya | སྤྱ spya | སྦྱ sbya | སྨྱ smya | ཀྱ kya | ཁྱ khya |
| གྱ gya | པྱ pya | ཕྱ phya | བྱ bya | མྱ mya | ཀྵ kṣa | གྷ gha | དྷ dha | བྷ bha |
| ཛྷ dzha | དྨ dma | ཀྲ kra | ཁྲ khra | གྲ gra | ཏྲ tra | ཐྲ thra | དྲ dra | པྲ pra |
| ཕྲ phra | བྲ bra | མྲ mra | ཤྲ śra | སྲ sra | ཧྲ hra | གྲྭ grwa | རྒྭ rgwa | རྩྭ rcwa |

واڌو سنسڪرت کان ورتل اڌارا اکر

ཊ ṭ ཋ ṭh ཌ ḍ ཎ ṇ ཥ ṣ

اعرابون Vowels diacritics

| ཨི | ཨུ | ཨེ | ཨོ |
|---|---|---|---|
| i | u | e | o |

انگ Numerals

| ༠ | ༡ | ༢ | ༣ | ༤ | ༥ | ༦ | ༧ | ༨ | ༩ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ཀླད་ཀོར་ | གཅིག་ | གཉིས་ | གསུམ་ | བཞི་ | ལྔ་ | དྲུག་ | བདུན་ | བརྒྱད་ | དགུ་ |
| laykor | chig | nyi | sum | shi | nga | trug | dün | gyay | gu |
| 0 | 1 | 2 | 3 | 4 | 5 | 6 | 7 | 8 | 9 |

لپيءَ جو نمونو

[illegible]

**تَبَرَ:** وڏي ڦرواري هڪ قسم جي ڪهاڙي، ننڍي ڳَنَ ۽ وڏي ڦرواري هڪ قسم جي جنگي ڪهاڙي، جيڪا گج- ويل (خالص رُڪ) مان ٺهيل هجي.

"ڳُجَرَ ڪي گجميل جون، تارن ۾ تبرون" (شاهه).

**تبريز:** ايران جو هڪ قديم شهر جيڪو تهران کان 628 ڪلوميٽرن جي فاصلي تي اتر اولهه ۾ واقع آهي. هي علائقو قديم دور ۾ ايشيا ۽ يورپ



شمس تريز جو مقبرو

جي وچ ۾ تجارتي مرڪز هو. جديد دؤر ۾ هتي قالين سازي ۽ چمڙي سازيءَ جا تمام وڏا ڪارخانا موجود آهن. تبريز جي يونيورسٽي، تهران يونيورسٽي کان پوءِ ايران جي قديم ترين يونيورسٽيءَ آهي. هتي شديد زلزلن جي باوجود قديم عمارتون موجود آهن. جن ۾ 15 صديءَ جي مسجد ازرق پڻ شامل آهي. تقريباً 1500ع ۾ ايرانين هي شهر ترڪن کان حاصل ڪيو. پهرين ۽ ٻي عالمي جنگ ۾ روس هن شهر تي قبضو ڪيو هو. هن وقت هي شهر ايران ۾ موجود آهي. تبريز شهر وڏن وڏن عالمن، فاضلن ۽ شاعر جهڙوڪ: انوري، خاقاني، ظهير فاريابي ۽ شمس تبريزيءَ جي ڪري تمام گهڻو مشهور آهي.

**تبريزي، شمس الدين:** شمس الدين تبريزيءَ بن علي بن ملڪ داد تبريزي هڪ باڪمال درويش ۽ خدا جو برگزيده شخص ٿي گذريو آهي. سندس ولادت جي تاريخ جي خبر نہ آهي. چيو وڃي ٿو تہ شمس تبريز گهمندي گهمندي جڏهن 642هه /1244ع ۾ روم جي شهر قونيہ پهتو اتي ڪيس هڪ عالم مولانا جلال الدين رومي مليو. شمس تبريزيءَ، روميءَ جي علم کي مدِ نظر رکندي ڪيس درويشانہ طبيعت ڏي مائل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر روميءَ علمي بلنديءَ جي ڪري هن ڏي ڪو توجهہ نہ



ايران جي خواءِ شهر ۾ ٺهيل شمس تبريز جو مجسمو

ڏنو. شمس تبريز هڪ ڏينهن پنهنجي ڪرامت ڏيکارڻ ۽ مولانا رومي مان وڏائي ۽ تڪبر ختم ڪرڻ لاءِ مولانا روم وٽ آيو ۽ علمي خزاني سان ڀريل صندوق کڻي وڃي درياهہ ۾ اڇلايائين. اهو لقاءُ ڏسي مولانا روميءَ دانهن ڪري چيو "افسوس منهنجي سڄي محنت تباهہ ڪري ڇڏيئي". اهو ٻڌندي ئي شمس تبريزيءَ درياهہ مان صندوق واپس ڪڍي مولانا روميءَ کي ڏني، مولانا رومي اچرج ۾ پئجي ويو ۽ چوتہ درياهہ ۾ اڇلائڻ ۽ ڪڍڻ بعد صندوق ذري بہ آلي نہ هئي، مولانا روميءَ کي حقيقت جو اعتراف ٿيو ۽ ان واقعي بعد هو حضرت شمس تبريزيءَ جو معتقد ٿي ويو ۽ سندس قدمن تي ڪري پيو، ان تي شمس تبريزيءَ ڪيس پنهنجي سيني سان لاتو.

حضرت شمس الدين بن علي بن ملڪ داد تبريزي جي شخصيت درويشان هئي ۽ فنا في الله ۽ بقا بالله جون منزلون طئي ڪري چڪو هو. ظاهري طرح تمام گهڻو ضعيف ۽ نحيف شخص هو. پر سندس بيان ۾ ڪشش ۽ شخصيت ۾ جاذبيت هئي، وقت جا حاڪم، عالم ۽ درويش هن

سان ملاقات بيتاب رهندا هئا. مولانا روميءَ جي زندگيءَ ۾ شمس تبريزي عالمانه رويي سان گڏوگڏ درويشاڻيءَ کي به شامل ڪري ڇڏيو. پر اها ڳالهه ڪن ماڻهن کان برداشت نه ٿي ۽ اهي شمس تبريزيءَ لاءِ مصيبت بڻجي ويا ۽ هن بزرگ هستيءَ کي طرحين طرحين جون تڪليفون ڏيڻ لڳا. جن ۾ مولانا روميءَ جو پٽ به شامل هو. نيٺ اچي تڪليفون ڏسي شمس تبريزي قونيه ڇڏي هليو ويو. اها به روايت آهي ته حضرت شمس تبريزي ۽ مولانا رومي جون گڏجاڻيون جن شر پسندن کي ناگوار لڳيون هيون، تن حضرت شمس تبريزي کي اغوا ڪرڻ بعد ۾ شهيد ڪري ڇڏيو. ان واقعي کان پوءِ مولانا روميءَ کي ڪڏهن به سک نه آيو ۽ هميشه ڏکارو ۽ غمگين رهندو هو.

حضرت شمس تبريز اعليٰ درجي جو شاعر پڻ هو. سندس ڪلام "ڪليات شمس تبريزي" جي نالي منشي نول ڪشور پريس بمبئيءَ مان 1867ع ۾ شايع ٿيو. جنهن جا ٻه ڇاپا بعد ۾ به شايع ٿيا. ڪجهه سال اڳ سندس ڪليات ايران مان پڻ شايع ٿي آهي. سندس ڪليات ۾ تقريباً اسي هزار شعر موجود آهن. جن مان پنجاهه سيڪڙو حضرت علي ابن ابي طالب عليه السلام جي شان ۾ منقبتون ۽ قصيدا آهن ۽ باقي پنجاهه سيڪڙو ڪلام ناصحانه، رمزن ۽ فنا في الله ۽ بقا بالله جي عنوانن تي مشتمل آهي.

**تبسم صوفي:** مشهور شاعر صوفي تبسم 4 آگسٽ 1899ع تي امرتسر ۾ جنم ورتو. هن جو اصل نالو غلام مصطفيٰ ولد صوفي غلام رسول هو. هو شاعري ۾ "تبسم" تخلص اختيار ڪندو هو. فارسيءَ ۾ پوسٽ گريجوئيشن ڪرڻ کا پوءِ گورنمينٽ ڪاليج لاهور ۾ تدريس جي شعبي سان وابسته رهيو. ڪيس اردو، پنجابي ۽ فارسي زبانن تي عبور حاصل



هو. هو گورنمينٽ ڪاليج لاهور ۾ صدر شعبه فارسي چيئرمين پاڪستان آرٽس ڪائونسل، نائب صدر اقبال اڪيڊميءَ سان گڏوگڏ رسالي 'ليل و نهار' جو ايڊيٽر پڻ رهيو. سندس تصنيف ٿيل ڪتابن ۾: (1) انجمن (غزل)، (2) ڇهوٽي بچون ڪي ليي نظمين (شاعري)، (3) انتخاب ڪلام اقبال (شاعري)، (4) نقش اقبال (نثر)، (5) ٽوٽ بٽوٽ (نظم)، (6) مسلمانون ڪا علم جغرافيه اور شوق حيات (7) جاهه و جلال (ڊرامو)، (8) روح غالب (9). دو ناٽڪ (پنجابيءَ ۾)، (10) حڪمت قرآن، (11) ڪليات طغرائي (تدوين)، (12) صد شعر اقبال، (13) دامن دل (1986ع) وغيره آهن. هن صحافتي دنيا ۾ خوب ناماڻ ملهايو رسالي ليل و نهار جو 1961ع کان 1963ع تائين ايڊيٽر رهيو. کيس 1963ع ۾ 'حسن ڪارڪردگيءَ' جو صدارتي اوارڊ، 1967ع ۾ ستاره امتياز، حڪومت ايران طرفان نشان فضيلت ۽ ٽوٽ بٽوٽ تي ادبي انعام مليل آهن. 7 فيبروري 1978ع تي وفات ڪيائين.

**تبسم، عبدالغفار پيٽي:** سنڌ جو مشهور شاعر عبدالغفار 'تبسم' ولد قادربخش پيٽي 20 نومبر 1951ع تي ميرپور پيٽي، تعلقي رتيديري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ڄائو. پرائمري تعليم نئين ديري ۽ ڳڙهي ياسين ۾ ورتائين. مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول نئين ديري مان 1966ع ۾، بي. اي ڪامرس ڪاليج لاڙڪاڻي مان 1972ع ۾ ۽ ايم. اي (بين الاقوامي تعلقات) سنڌ يونيورسٽي ڄام شوري مان 1974ع ۾ نمايان نمبرن ۾ حاصل ڪيائين. هيءُ 1972ع ۾ ڪامرس ڪاليج لاڙڪاڻي ۾ اسٽوڊنٽس يونين جو جنرل سيڪريٽري، 1974ع ۾ يونيورسٽيءَ ۾ ڪلاس نمائندو، سنڌ آزاد ماروئڙا اسٽوڊنٽس فيڊريشن لاڙڪاڻي جو نائب صدر، ادبي سوسائٽي گورنمينٽ ڪاليج لاڙڪاڻي



جو جوائنٽ سيڪريٽري رهيو آهي. سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن نئين ديري جو باني، ڊراماٽڪ سوسائٽي نئين ديري جو صدر ۽ سرپرست به رهيو آهي. هن ڪيترن ئي ٽي. وي ڊرامن ۾ 'هيرو' جو رول ادا ڪيو اٿس، ڪيترين ئي علمي، ادبي ۽ راڳ جي محفلن جو ميزبان ٿيو. ٽيليويزن جي 'سنڌ سينگار' پروگرام جو 1981ع کان 1983ع تائين ڪمپيئر رهيو. تازو 'ادبيات' پروگرام جي به ڪمپيئرنگ شروع ڪئي اٿس. هن سنڌي فلم 'برسات جي رات' ۾ هيرو جو ڪردار ۽ فلم 'سهڻا سائين' ۾ ولين جو ڪردار ادا ڪيو. 1972ع ۾ ماستري ڪيائين. ڪجهه وقت فيملي پلاننگ آفيسر رهيو. 1973ع ۾ يونائيٽيڊ بئنڪ ۾ ڪلارڪ ۽ 1975ع ۾ پي. آءِ اي ۾ آفيسر ٿيو. مارشل لا دور ۾ 1981ع ۾ ملازمت تان لهڻ بعد ٺيڪيداري ڪيائين. 1983ع کان 1987ع تائين نئين ديري ميونسپالٽيءَ جو چيئرمئن چونڊيو ۽ 1990ع ۾ بيهر پي. آءِ اي ۾ ملازمت تي بحال ٿيو. پي. آءِ اي (ڪارگو) آفيس ڪراچيءَ ۾ سيلز پروموشن آفيسر (ڪارگو آفيسر) طور ڪم به ڪيائين ۽ ساڳئي عهدي تان رٽائر ڪيائين. تبسم 65-1964ع کان شاعري شروع ڪئي. هن جي شاعري مختلف فنڪارن جهڙوڪ: منظور سخيراڻي، سرمد سنڌي، ثمينه ڪنول، صائمه منظور، تعمير حسين، صادق فقير، شمن ميرالي ۽ ٻين ڳاتي آهي. ان ڪانسواءِ EMI گرامون فون ڪمپني سندس ڪجهه غزل ۽ ڪافيون محمد يوسف جي آواز ۾ رڪارڊ ڪرايون. پاڻ ڪافي عرصو روزاني اخبار "عوامي آواز" ۾ قطعا لکندو رهيو آهي. هن وقت سندس هيٺيان ڪتاب ڇپيل آهن: 'گلن جهڙا ڳل' (1976ع)، 'شفق وارا ڇانورا' (1982ع)، 'زندگي تنهنجا رنگ هزار' (1994ع)، 'سوچون صحرا، سراب' (1995ع)، 'نيڻن جي آڳر ۾' (1996ع)، 'منيءَ جا سُر' (1999ع)، 'تنها ڪنڌيءَ مسافر' (1999ع)، 'اُپ هيٺان اجارا گيت لچن' (2001ع) ۽ 'موسيقي، موسم ۽ تبسم' (2003ع). سچ آرسي ۾ (2005ع)، پل جهومي جهول ۾ (2006ع).

'تبسم' جي گيتن جي پهرين سي. ڊي "موتين مالها" جي عنوان سان ورلڊ سنڌي انسٽيٽيوٽ واشنگٽن آمريڪا پاران 1999ع جاري ڪئي وئي ۽ ٻي سي. ڊي "چانڊوڪين جا مسافر" جي عنوان سان 2001ع ۾ لاڙڪاڻي مان جاري ڪئي وئي آهي. ان سان گڏ سندس شاعريءَ جون ٻيون به ڪافي سي ڊيون آيل آهن، جن ۾ مختلف فنڪارن سندس شاعري ڳائي آهي.

عبدالغفار تبسم جي ڪتاب "موسيقي، موسم ۽ تبسم جي پٺئين ٽائيٽل تي نااليواري شاعر تاج جويي لکيو آهي ته: پنهنجي عمر ۾ ٿهيءَ ۾ جيڪا غفار مجتا ماڻي آهي، اها هر ڪنهن کي نصيب نه ٿي آهي، سندس منهن تي ڪڏهن به منافقين جا ماسڪ چڙهيل ناهن رهيا. هو اندر ٻاهر هڪ جهڙو اجرو ۽ شفاف آهي، تيئن سندس شاعري پڻ اجرن ۽ شفاف جذبن جو مجموعو آهي. سُر، سونهن ۽ سچ تبسم جي زندگيءَ جي منشور جا اهم نقطا آهن، جن وٽ الفت جو پنهنجو نيارو اسلوب آهي".

عبدالغفار تبسم 1980ع ۾ شادي ڪئي. کيس 5 پٽ ۽ هڪ نياڻي جو اولاد آهي.

**تبليغي جماعت:** ننڍي کنڊ جي مذهبي جماعت، جنهن ۾ ڪوبه سياسي تصور نه آهي. هن جماعت جو بنياد مولانا الياس دهلويءَ 1927ع ۾ رکيو. ان وقت سموري هندستان ۾ شدي تحريڪ شروع ٿي وئي هئي، جنهن جو مقصد اهو هو ته هندستان جا اهي سيئي ماڻهو جن گذريل صديءَ ۾ اسلام قبول ڪيو هو اهي وري پنهنجي اصل مذهب هندومت ڏانهن اچن. انهيءَ تحريڪ کي روڪڻ لاءِ مولانا الياس تبليغي دؤرا ڪيا ۽ ماڻهن ۾ اسلام جي بُنيادي ارڪانن، ڪلمہ توحيد ۽ نماز جي تبليغ ڪرڻ شروع ڪئي. 1944ع ۾ مولانا الياس جي وفات ڪان پوءِ، سندس اصلي جانشينن هن جماعت کي قائم رکيو ۽ هن وقت تبليغي جماعت ننڍي کنڊ، خاص طور تي پاڪستان، ڀارت ۽ بنگلاديش ۾ وڏي پيماني تي ڪم ڪري رهي آهي. هن جماعت جو مرڪز پنجاب ۾ لاهور جي 'رائے ونڊ' شهر ۾، 'مدرسہ العربيہ' آهي، جتي سمورين جماعتون گڏ ٿينديون آهن ۽ سندن تشڪيل ملڪ توڙي پرڏيهه ۾ مختلف علائقن ۾ ڪئي ويندي آهي. جماعت جو ساليانو مرڪزي اجتماع به 'رائے ونڊ' ۾، هر سال نومبر جي


تبليغي جماعت جو هڪ ڏيک

مهيني ۾ ٿيندو آهي، جنهن ۾ هر سال پنجويهه- ٽيهه لک مسلمان شريڪ ٿيندا آهن، جڏهن ته ملڪ جي مختلف شهرن ۾ پڻ سندن اجتماع ٿيندا رهندا آهن. تبليغي جماعت جي عالمن ۽ بزرگن موجب، هن ڪم کي سکڻ لاءِ چار مهينا دعوت جو ڪم، بزرگن جي تشڪيل سان، ملڪ جي مختلف علائقن ۾ ڪرڻ گهرجي، بعد ۾ هر مهيني ٽي ڏينهن، هر سال ۾ چاليهه ڏينهن ۽ هئي يا ٽئين سال چار مهينا ۽ پوءِ سڄو سال دعوت جو ڪم ڪرڻ گهرجي. جڏهن ته هر هفتي جمعي جي رات، ويجهي شهر جي تبليغي مرڪز ۾ گذارڻ سميت، روزانو گهر ۽ مسجد ۾ تعليم (حديثن جي ڪتابن جو مطالعو) ۽ آسپاس ۾ گشت پڻ تبليغي جماعت جا بنيادي اصول آهن.

**تتر** *Francolinus pondicerianus* / Gray Partridge: هي جهنگ جو پکي آهي، جيڪو سنڌ ۾ عام جام ٿئي ٿو هي پنهنجو آکيرو جهنگ ۾ ڪنهن ٻٽ ۾ پٽ تي واريءَ ۾ ٿورا ڪک رکي ناهي آنا لاهيندو آهي. آنا ڦوڙڻ سان ٻچا نڪرندا آهن، جي ماديءَ سان گڏ پيا ڊوڙندا ۽ چوڳو ڪندا آهن. اُڏوهي ۽ ننڍا جيت تترن جو خاص کاڌو آهي. ماڻهو ننڍا ٻچا هٿ ڪري پاليندا آهن. کين پڃري ۾ بند ڪري رکندا آهن جتي داڻو ۽ چوڳو ڏيندا رهندا آهن ۽ سيکر (سيند) تي ٻولڻ سيکاريندا آهن. ٻولي سکڻ بعد هن کي جهنگ ۾ وٺي وڃي دام سان ٻين تترن جو شڪار ڪبو آهي. مالڪ سان اهڙو هري ويندو آهي، جو پڃري مان ٻاهر ڪڍڻ تي به جهنگ ڏي ڀڄي نه ويندو آهي. تتر ٻن قسمن جو ٿئي، هڪ "ڪارڙو تتر" ۽ ٻيو "پورو تتر".

33 سينٽي ميٽر قد بت واري هن پکيءَ ۾ نر ۽ ماد لڳ ڀڳ هڪجهڙا ٿين ٿا. سرمائي ناسي پورو ۽ اخروٽي رنگ جي پٺي ۽ پرن تي ناسي رنگ جي ڪرڙي ڪجھ وڏيڪ ٿئي ٿي. پيٽ ۽ ڇاتيءَ جو رنگ ڪجھ حلقو هوندو اٿس. ڳچيءَ وارو حصو ڪاري ليڪ سان ميرانجهڙو هيڊو هلڪو ٿئس ٿو چهنب ڪاري ۽ پير ڳاڙها ٿينس ٿا. سٺو ٻوليندڙ پکي آهي. ٻوليندو آهي ته ان کي "ڪِيڙو ڪيڙو" چوندا آهن. هن تتر جي نر جي ٻوليءَ کي 'ٺڪو' چئبو اهي ۽ مادي جا سانڌ سر جهلائيندي آهي ان کي 'ڪيتو' چئبو آهي. پنهنجي قدرتي ماحول ۾ ڪنب سوڌو ٽولين ۾ هلندو آهي. پنهنجي رنگ سبب پٽريلي ۽ ٻوڙن سان ڀريل ماحول ۾ چڱيءَ طرح لڪي وڃي ٿو.

سڄي هندستان ۾ سري لنڪا تائين موجود آهي. خشڪ ڪليل ميدانن ۽ ڇدن ٻيلن ۾ رهي ٿو. تتر ڊوڙ جو سٺو هوندو آهي. انڪري خطري مهل اڏامڻ بدران ڊوڙ کي ترجيح ڏيندو آهي ۽ پوءِ پرتي وڃي پڙڪو ڏيئي اڏامي پري وڃي لهندو ۽ غائب ٿي ويندو آهي يا وري خطري وقت ٻوڙن ۾ لڪي ويندو آهي پر جيڪڏهن خطرو سڌو ٻوڙن طرف اچي ته پوءِ ولر جي صورت ۾ پڙڪو ڏيئي اڏرندو ۽ زمين سان هيٺاهين اڏام اڏامندو پري هليو ويندو آهي. هي پکي وارياسي ميدانن يا واريءَ جي ڦٽل دڙن تي، جنگهلي ماحول جيئن ديوي، ٻير، ڪرڙ، سرن جي ٻوڙن ۾ يا



سنڌ جي ٻيلن ۾ رهي ٿو. تتر جو هي قسم ماڻهو سان جلد هري ويندو آهي ۽ ان ڪري عام طرح پاليو به ويندو آهي ۽ هنن کي پاڻ ۾ ويڙهائيندا به آهن.

**ڪارڙو تتر** Black Francolin Partridge: هي خوبصورت تتر بنيادي طرح ڪارو آهي پر ان تي اڇا ۽ اخروٽي هيڊا ڇٽ ٿين ٿا. ڳچيءَ ۾ تيز اکروٽي ناسي پٽو هوندو اٿس. پاسڙن تي ڪنين کي هيڊيون ڏاريون، ڇهنب ۽ ٽنگون ڳاڙهيون ۽ سِسي مڪمل ڪاري ٿئيس ٿي. ڪاري سِسيءَ تي اک هيٺان ۽ ڪنن مٿان پاپڙيءَ تي سفيد ڪنپ اٿس. مادي به لڳ ڀڳ ساڳي هوندي آهي پر سِسي ڪاري ڪونہ ٿيندي اٿس ۽ نہ وري اڇي پاپڙي اٿس. ڪنڌ تي ناسي پٽو اڌورو هوندو آهيس. ماديءَ جي ڳچي اڇي ٿئي ٿي. ڪارڙي تتر جي ماديءَ کي 'ڪَبي' يا 'ڪبوهڙي ' سڏيندا آهن.

ڪاري تتر جي ٻولي "ڪَر... ڪَر... ڪِي ... ڪَي ... ڪِي" ٿئي ٿي جنهن کي سنڌي ماڻهو "خضر پير ... خضر پير .." سان تشبيهہ ڏيندا آهن. اڪثر اڪيلو جوڙيءَ ۾ يا ننڍڙي گروهہ ۾ رهندو آهي. گهاٽن ٻوٽن ۾ آرام ڪندو آهي. ڊپ جي صورت ۾ ڊوڙي ڀڄي ويندو آهي يا تيزيءَ سان ڦڙڪو ڏيئي اڏامي ويندو آهي. صبح جو سوير يا شام جو سرگرم نظر ايندو آهي. لڳ جي مند ۾ ڏينهن جو ڪنهن به وقت ڪنهن وڻ يا ٿُڙ تان ٻوليندو آهي. پوکن ۾، ٻج دار کيتن ۾، وڏي گاهہ ، واهن ، ندين جي وهڪرن، ميدان، ۽ ٽڪرين ۾ ملندو آهي. 1200 ميٽرن جي اوچائيءَ تائين رهي ٿو.



**تِتِرَ ڪرڙي**: جُهڙ جو هڪ نمونو، جنهن ۾ ڪڪرن جا ننڍڙا ننڍڙا ٽڪرا آسمان ۾ ائين ڇانئجي بيهن، جو جڻ تِتر جي پنيءَ جا ڇٽ هجن.

**تتلي**: جَٽن جي هڪ ذات هي حجو آ (جنجوا) راجپوت جي پٽ "تتلا" جي اولاد جي دعويٰ ڪن ٿا.

**تَتوگيان** (ڪتاب): آتم گيان يا روحاني ڄاڻ يا فلاسافيءَ بابت هيءُ ڪتاب گوڪلداس ايسرداس ڀاڳيا جو ترجمو ڪيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 228 صفحا ڏنل آهن. شري ويدانت پرڪاشڪ منڊل، ڪراچيءَ مان سال 1943ع ۾ ڇپايو. تَتوگيان جي مکيہ عنوان هيٺ جدا جدا ودوانن هيٺيان ٻيا ڪتاب ڇپايا:

**تتوگيان گرنٿ ٻيو عرف شري ويچار ساگر**: هيءُ ڪتاب چٽنراءِ بولچند آڏواڻيءَ جو ترجمو ڪيل آهي. رايل سائيز واري هن ڪتاب ۾ 324 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو اٺ آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو ڀهريون، گوڪلداس ايسرداس ڀاڳيا، امر پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1941ع ۾ ڇپايو.

**تتوگيان گرنٿ ٽيون عرف شري يوگ واشت سڌارڪ سار**: هيءُ ڪتاب گوڪلداس ايسرداس ڀاڳيا جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 238 صفحا آهن ۽ قيمت ڏهہ آنا آهي. ڇاپو ڀهريون، ڪوڙي مل سنڌي ساهتيہ منڊل، پاپولر پرنٽنگ پريس، حيدرآباد، مان سال 1941ع ۾ ڇپايو.

**تتوگيان، گرنٿ ٽيون عرف شري يوگ واشت ٻنڊو**: هيءُ ڪتاب چٽنراءِ بولچند آڏواڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 30 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ آنو 9 پايون آهي. ڇاپو ڀهريون، شري ويدانت پرڪاشڪ منڊل، امر اليڪٽرڪ پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1942ع ۾ ڇپايو.

**تتوگيان گرنٿ پنجون عرف ڪٺ اپنشد**: هيءُ ڪتاب گوڪلداس ايسرداس ڀاڳيا جو لکيل آهي. هن ڪتاب جي قيمت هڪ رپيو ڏهہ آنا آهي. ڇاپو يا پريس، وغيره ڄاڻايل نہ آهي، هي ڪتاب ورهاڱي کان اڳ جو ڇپايل آهي.

**تتوگيان گرنٿ پنجون عرف منڊڪ اپنشد**: هيءُ ڪتاب بولچند ڪيمچند سامتاڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 196 صفحا آهن، جنهن جي قيمت هڪ رپيو چار آنا آهي. ڇاپو ڀهريون، شري ويدانت پرڪاشڪ منڊل طرفان سال 1944ع ۾ ڇپيو.

**تتوگيان: گرنٿ ڇهون عرف تتو چنتائي**: هيءُ ڪتاب گوڪلداس ايسرداس ڀاڳيا جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 114 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو آهي. ڇاپو ڀهريون، شري ويدانت پرڪاشڪ منڊل، حيدرآباد. ڪرائون پرنٽنگ پريس، حيدرآباد، مان سال 1943ع ۾ ڇپايو.

**تتوگيان، ماهوار، حيدرآباد** (رسالو): هيءُ رسالو "شري ويدانت پرڪاشڪ منڊل" ڇوٽڪي گهٽي حيدرآباد پاران سيپٽمبر 1943ع کان نڪرڻ شروع ٿيو. گوڪل ايسرداس ڀاڳيا هن رسالي جو ايڊيٽر هو. خالص مذهبي رسالو هو ۽ ڪرائون پرنٽنگ ورڪس تلڪ روڊ حيدرآباد ۾ ڇپجندو هو.

**تتوگيان، ماهوار، ڪراچي** (رسالو): هيءُ رسالو "شري ويدانت پرڪاشڪ منڊل" پاران 1929ع ۾ نڪرڻ شروع ٿيو. هن رسالي ۾ اڪثر ويدانت ۽ روحانيت تي مضمون ۽ شعر شايع ٿيندا هئا. ساڌو ليلارام رسالي جو ايڊيٽر هو خالص مذهبي رسالو هو.

**تُتُو**: هي هڪ سرٿوجيت آهي، جنهن کي ڪي ماڻهو اُنٿو بہ چون، اُنَ جي ڪپڙي جو ويري آهي. تتي جا جيت خاص ڪري اُن جي ڪپڙن، ڪٽن وغيره ۾ جنم وٺندا آهن ۽ جتي جنم وٺن ان جا ئي ويري ٿين ۽ ان کي کائين. ڏسڻ ۾ بہ ٻوجارا ۽ ٻجڙا ٿيندا آهن، يا نر جا پن وجهندا آهن، ۽ وقت بہ وقت اُس ۾ ڪڍي سڪائيندا آهن. مينهوڳيءَ جي مند ۾ گهڻو ٿيندي آهي، ۽ تُتو جنم وٺندو آهي، ان ڪري ان مند ۾ ڪپڙن جي سنڀال ضروري آهي.



**تَپُ**: بخار، تپ جا جدا جدا قسم آهن. جهڙوڪ: (1) هڪ ڏڙو تپ: جيڪو لڳاتار ٻيلو هجي؛ (2) واري جو يا ٻيئڙ تپ، جو هڪ نہ ٻئي ڏينهن اچي؛ (3) ٽيئڙ تپ، جو ہر ڏينهن ڇڏي ٽئين ڏينهن اچي؛ (4) چوٿ تپ، جو رات

جي وقت اچي؛ (5) سيئو تپ، جو سيءَ سان گڏ ٿئي؛ ۽ اهو اڪثر ”مليريا جو تپ“ هوندو آهي؛ (6) مدي جو تپ (ٽائيفائيڊ)، جو گهڻي وقت تائين هلندو آهي؛ (7) دِق تپ يا سِلهه(ٽي.بي) جو تپ؛ هڏ جو تپ.

بخار جسماني نظام ۾ ڪنهن تبديلي يا ڪنهن عضوي جي خرابيءَ جي ڪري ظاهر ٿيندو آهي، جنهن لاءِ سٺي ڊاڪٽر يا طبيب کان تپاس ڪرائي علاج ڪرائبو آهي.

**تپاچو:** هڪ قسم جو هٿيار، جنهن کي ”پستول“ به چئبو آهي. هيءُ هٿيار



تپاچو

سئو سوا سئو سال اڳ استعمال ۾ آيو جيڪو هڪ مُنهن کان (بارود) پرڻ وارو هٿيار هو هن مان هڪ ئي ڀيري فقط هڪ فائر ڪري سگهبو هو. شايد هي لفظ طميخيءَ جي بگڙيل صورت آهي.

**تَپو:** روينيو ڪاتي جي نظام موجب مخصوص انتظامي ايراضي، جنهن ۾ هڪ کان وڌيڪ ديهون شامل هجن. ڪجهه تپا گڏجي تعلقو ٺاهيندا آهن. تپي جي روينيو عملدار کي تپيدار چوندا آهن، جيڪو ديهن جي نقشن، ڪڙين، واهن ۽ زمين جي ملڪيتن جو رڪارڊ رکندو آهي ۽ فصل جي ڍل وصول ڪندو آهي.

**تپو بَن آشرم:** سکر ۾ ساڌ ٻيلي جي سامهون اترئين پاسي هڪ آشرم هوندو هو جيڪو 1947ع کان پوءِ اُجڙي ويو. ان کي ” تپو بن آشرم “سڏيو ويندو هو هيءُ آشرم 1912ع ڌاري پرين واري سيٺ دولترام، پنهنجي پياري سنگتي سوامي آچل پرساد لاءِ جوڙايو هو ۽ ان تي نالو ’تپو بن‘ رکيو هئائين. سوامي آچل پرساد جو اصل نالو لکيسر داس هو ۽ ’لقمان ڳوٺ‘ (خيرپور) جو رهاڪو هو. لکيسرداس پاڻ به سنڌ جي وڏن واپارين ۾ ڳڻيو ويندو هو. پر اوچتو ڪيس من ۾ تيرٿن سان چاهه جاڳيو هو، جنهنڪري ٻار ٻچا ڇڏي، ياترائون شروع ڪيائين. ان بعد سيٺ دولترام ڪيس اِهو آشرم ٺهرائي ڏنو. ورهاڱي کان پوءِ گهڻا هندو ڀارت لڏي ويا، تہ هي آشرم بہ ڦٽي ويو.

**تَپيدارُ:** روينيو ڪاتي جو هڪ ملازم، جيڪو تپي جي ايراضيءَ جو ياداشت نامون رکي، زمينن جو رڪارڊ، ماپ، حدون، ٿيندڙ فصل ۽ فصل جي ڍل وصول ڪري.

**تجارتي حساب (ڪتاب):** هن ڪتاب جو ليکڪ علي اڪبر ميمڻ آهي. ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب ۾ 124 صفحا آهن. هن ڪتاب جي قيمت 10 آنا رکيل آهي. ڇاپو پهريون، ورهاڱي کان اڳ سنڌي اڪيڊميءَ طرفان، الوحيد پريس، ڪراچيءَ ۾ ڇپيو.

**تجارتي حساب (ڪتاب):** ساڳئي نالي سان ٻيو هڪ ڪتاب ڊاڪٽر ڪي. يُو قريشيءَ جو لکيل هن ڪرائون سائيز واري ڪتاب ۾ 98 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو 4 آنا ڇاپايل آهي. ڇاپو ٽيون محمد يوسف اينڊ برادرس، فردوس پريس، حيدرآباد، مان شايع ڪيو.

**تجارتي هَوائون:** جاگرافيءَ جي اصطلاح ۾ سمنڊ جون خاص هوائون، جيڪي سمنڊ ۾ جهازن (غورابن) کي هلڻ ۾ مدد ڪن، تن کي ”تجارتي هوائون“ چئبو آهي. هن موسم ۾ جهاز، غوراب ۽ ٻيڙا، آسانيءَ سان آمدرفت جاري رکي سگهندا هئا، ۽ سٺائي واءَ سببان سندن آمد رفت ۾ وڌي آساني ٿيندي هئي ۽ تاجر واپاري سامان کڻي پرڏيهه پساريندا هئا.

**تجديد تجاهل العارف** (تجاهل عارفانہ): شاعريءَ جي صنعت، جنهن ۾ شاعر ڪنهن ڳالهه کي سمجهڻ باوجود، ڄاڻي ٻجهي اڻڄاڻائي ظاهر ڪري، يعني ان ڳالهه کي اهڙي نموني بيان ڪري، ڄڻ ڪيس ڪا خبر نہ آهي، يا شاعر ڪا ڳالهه چوي ۽ پوءِ پاڻ کي غلط چوي يا شڪ ڏيکاري يا غير واقفيت يا ناداني ظاهر ڪري، هن قسم جي صنعت واري شاعريءَ ۾ اڪثر لفظ ”يا“، ”خواهہ“، ”متان“، ”شايد“، ”مگر“ وغيرہ ڪتب ايندا آهن.

**تَجَرَ:** ناڻي ۽ قيمتي شين کي حفاظت سان رکڻ لاءِ زمين ۾ ٺهيل تهخانو، جنهن کي ”ڀُهرو“ بہ چوندا آهن.

قبر جي مٿان اڏيل چوڪندي، جنهن جي ڇت ڇٺن يا ڇهن ٿنڀن تي هُجي، ان کي ”تجر“ چوندا آهن. سنڌ ۾ ڪن ڪيترا خاندان، قبر ”تجر“ نموني جي ٺهرائيندا آهن.

**تَجر باغ:** نواب ولي محمد خان لغاري، 1339هہ/ 1829ع ۾ جڏهن لاڙڪاڻي ۽ شڪارپور جو گورنر مقرر ٿيو، تڏهن هن پنهنجي رهائش لاءِ لاڙڪاڻي جو شاهي باغ چونڊيو ۽ اتي پنهنجي ويهڪ لاءِ باغ ۾ زيرِ زمين هڪ ”تجر“ ٺهرائي، جيڪا گرميءَ ۾ ٿڌي هوندي هئي. انهيءَ ٻُهري مٿان ٿنڀن واري ڇت بہ اڏيل هئي، تنهنڪري اُها چوڪنڊي ”تجر“ سڏجڻ ۾ آئي. اها عمارت 1832ع ۾ تعمير ٿي، جيڪا 41 فوٽ 8 انچ ڊگهي هئي. ان ۾ هڪ صفو، بہ بالڪنيون ۽ بہ ورانڊا هُئا.

نواب ولي محمد لغاريءَ جي وفات کان پوءِ ڪيس انهيءَ باغ ۾ دفنايو ويو ۽ قبر مٿان ”تجر“ ٺهرائي وئي. اهڙيءَ طرح اهو باغ ”تجر باغ“ جي نالي سان مشهور ٿيو.

**تجر ديرا مير ڪرم علي خان ٽالپر:** هي تجر ميرن جي قبرستان واقع حيدرآباد ۾، مير ڪرم خان جي مقبري جي اولهہ ۾ ٺهيل آهي، جنهن ۾ اندر مير ڪرم علي جي ٻن گهروارين جون قبرون، هڪ نامعلوم عورت ۽ هڪ ٻار جي قبر موجود آهن. بيگمات جي قبرن تي ڪتبا لکيل آهي. اندر گهڙڻ تي ايرندي پاسي واري قبر جو ڪتبو هن ريت آهي:

وفات حضرت صاحبان بنت مڪان بتاريخ نوز دهم ربيع الاول سن 1265 هہ.



تجر ديرا مير ڪرم علي خان

هيءَ قبر هڪ ماربل جي ٿلهي تي ٺهيل آهي، جنهن کي ڪٽهڙو ڏنل آهي. قبر جي ٻنهي پاسن کان قرآني آيتون اڪريل آهن. اندر هڪ ننڍو مصلو به ٺهيل آهي. هن قبر سان گڏ هڪ ٻي قبر آهي، جنهن تي وفات "مرحوم ديره دويم مير ڪرم علي خان بتاريخ يازده ماه ربيع الثاني سن 1285 هه" جو ڪتبو درج آهي. اها قبر ماربل جي ٿلهي تي ٺهيل آهي. ٽين قبر سيمنٽ جي پڪي، ڪنهن ٻار جي آهي ۽ چوٿين قبر تي ڪو به ڪتبو ڪونه آهي ۽ ان تي سيمنٽ پلستر ٿيل آهي. بي نام آهي.

تجر ماپ ۾ اوڀر اولهه 31 فوٽ ۽ اتر ڏکڻ 23 فوٽ آهي. هن کي ٻه دروازا هڪ اوڀر ۽ ٻيو ڏکڻ ۾ آهي. اولهه ۾ ڇاريدار ڪاشيءَ جي سرن جي دري آهي. سرون سائي رنگ جون آهن. اتي ڪل 16 ننڍا ۽ 13 وڏا جارا ٺهيل آهن. اتر ۾ 5 ننڍا 5 وڏا جارا. اولهه ۾ 3 ننڍا، چار وڏا جارا ڏکڻ ۾ 5 ننڍا ۽ 2 وڏا ۽ اوڀر ۾ 3 ننڍا ۽ 2 وڏا جارا ٺهيل آهن. اندر بهترين سنڌي طرز جي نقاشي ٿيل آهي. نقاشي چؤطرف پٽين تي ٿيل آهي. ڇت اڇي رنگ جي پلستر ٿيل ڇتيل آهي.

**تجر ديرا مير نصيرخان ٽالپر**: هيءَ تجر ميرن جي قبرستان واقع حيدرآباد ۾ آهي. هن تجر جي ماپ اتر - ڏکڻ 24 فوٽ ۽ اوڀر- اولهه 30 فوٽ آهي. هن کي ٽي دروازا آهن هڪ اوڀر، ٻيو اتر، ٽيون ڏکڻ ۾. تجر ۾



تجر ديرا مير نصير علي خان

اندر 5 قبرون آهن. جن مان هڪ حسن علي خان جي ماءُ جي آهي. ٻي حسن علي خان جي گهر واري جي ۽ ٻيون قبرون سندس مائٽياڻين جون آهن. سڀني هٿ تي پهرين قبر پڪ سري آهي ٻي ۽ ٽين قبر پٿر جون، چوٿين ۽ پنجين قبرون پڪسريون آهن. پٽيون ۽ ڇت ساديون ٺهيل آهن. انهيءَ تجر جي سامهون ڪليل ميدان آهي، اتي به ڪجهه قبرون آهن. تجر جي اپرندي در وٽ ڇهه قبرون آهن. جيڪي تازيون ٺهيل آهن ۽ اڇي سيمنٽ سان لتل آهن. انهيءَ تجر جي ڏکڻ پاسي به قبرون آهن. جن جي مٿان اٺ سرن جا پاوا ڪنيل آهن. جن مان هڪ مير گل حسن خان جي گهرواريءَ جي قبر آهي ۽ ٻي مير عبدالحسين 'سانگيءَ' جي گهر واريءَ جي قبر آهي. مير عبدالحسين خان ۽ مير گل حسن خان جون زالون پاڻ ۾ ڀينرون هيون ۽ ٻئي انگريز ڊاڪٽر رائيٽ جون ڌيئرون هيون. مير عبدالحسين سانگيءَ کي ٻه پٽ هئا. (1) مير خدايار خان ۽ (2) مير احمد يار خان، ٻئي مير يارمحمد واري مقبري ۾ دفن ٿيل آهن.

مير عبدالحسين سانگي خود شاهه لطيف جي مقبري جي اولهه ۾ دفن آهي. سندس زال مسمات هاجران 1974ع ۾ وفات ڪئي، جنهن کي به پٽ شاهه تي دفن ڪيو ويو هو.

**تجريد**: تجريد لفظ جي معنيٰ آهي "اڪيلو رهڻ، اگهاڙو يا ڇڙو ڪرڻ" اصطلاحي معنيٰ موجب ڪنهن صنعت واري هڪڙي شيءِ مان ٻي شيءِ پيدا ڪرڻ، مگر مطلب پهرين شيءِ جي صفت جو هجي، پوءِ اها تعريف هجي يا گلا. هيءَ اها صنعت آهي، جنهن ۾ شاعر پاڻ کي ضمير غائب واحد ۾ پيش ڪري ۽ ائين لڳي جڻ شاعر ڪنهن ٻئي جي نالي ۾ پاڻ کي ڪجهه چئي رهيو آهي، پر صرف پهرين معنيٰ سان واسطو رهي. شاعريءَ ۾ پهريان پلي هو ضمير متعڪلم ڪم آڻيندو هجي، پر مفهوم مهل (آخر ۾) ضمير غائب ۾ پاڻ کي پيش ڪري.

**تجريدي شاعري**: تجريدي شاعريءَ ۾ شين يا خيالن کي اهڙي انداز ۾ پيش ڪيو ويندو آهي، جو اهي حقيقت جي ابتڙ يا غير حقيقي لڳن. يعني اِهي خيالي ڳالهيون اڻ ٽيڙيون لڳن. پر اهڙن نظمن جي پس پرده ڪانه ڪا حقيقت يا مقصد ضرور هجڻ گهرجي. تجريدي نظم کي ڳجهارت جو انداز به چئي سگهجي ٿو جيئن ڳجهارت جي ظاهري صورت هڪڙي هوندي آهي، پر ان جو انداز، ان جي پڇڙي يا اصل حقيقت لڪل هوندي آهي، ايئن تجريدي نظم ۾ به اصل حقيقت نظم جي پس پرده لڪل هوندي آهي. يعني نظم جو بيان هڪڙو ۽ مقصد بلڪل جُدا هوندو آهي. سنڌي تجريدي شاعريءَ ۾ پهريون ناٺءُ پيراڻي پنيري جو اچي ٿو، جنهن جي شاعري بيتن جي صورت ۾ آهي، پر ان ۾ تجريديت جا رنگ پريل آهن. جديد دور ۾ ملڪ نديم تجريدي شاعريءَ جو نمائندو شاعر ٿي گذريو آهي.

**تجريدي فن**: لغوي معنيٰ ۾ "خيالي"، "غير محاڪاتي فن"، جيڪو ذري گهٽ فطرت موجب هوندو آهي، پر عام طور غيرحقيقي عنصرن سان سجاتو ويچي ٿو. وسيع معنيٰ ۾ هي اصطلاح ڪيترن ئي ابتدائي فنڪارن سان لاڳو ٿيندو هو پر ويهين صديءَ ۾ اهو عام طور تي "اظهاريت" لاءِ استعمال ٿيو تجريدي فن هڪ غيرموضوعي فن آهي، جنهن ۾ خط، هيئت ۽ حقيقي رنگ، سجاوٽ لائق شين سان هڪجهڙائي نٿا رکن.

**تجريدي نظم**: تجريدي نظم اصطلاحي طور ان نظم کي چئبو آهي، جنهن ۾ ڪو به موضوع اهڙيءَ طرح بيان ڪيو وڃي، جڻ ته اهو ٻي ربط خيال هجي، هي هڪ راز پريو نثراڻو نظم هوندو آهي. جنهن ۾ بيان هڪڙو ۽ مقصد ٻيو هوندو آهي. تجريدي نظم، شاعريءَ جو هڪ قسم آهي. سنڌي زبان ۾ ڊاڪٽر ملڪ نديم جي تجريدي نظمن جو پهريون ڪتاب 'تجريدي نظم' عنوان سان ڇپيل آهي. ان جو هڪ مثال پيش ڪجي ٿو:

گهوڙي جي ٻنيءَ تي،
سواري ڪري ٿو هوائي جهاز!
ڇاهو، هاٿيءَ کي ڪيچ تي ڪٽي،
دنيا جو ٿو چڪر هٽائي!

**تَجَلَ/ تجل شريف**: ضلعي خيرپور جي تعلقي ناري ۾ هڪ ديهه ۽ ڳوٺ، جيڪو اپرندي ناري جي پرئين پاسي، ڏيڍ ميل ڪن جي فاصلي تي آهي ۽ صوفي شاهه عنايت (شهادت 1718ع) جي فرزند، مخدوم سلام الله عرف ٽر ڏٽيءَ، (وفات: 25 ذوالحج 1193هه/1779ع) جي درگاهه سبب مشهور آهي. هي ڳوٺ، ديهه "پاٽيجيءَ" ۾ آهي. هتي هرسال ذوالحج

مهيني ۾، هڪ فقيراڻو ميلو لڳندو آهي. مخدوم سلام الله هتي هڪ مدرسو بہ ٺهرايو هو، جتي ديني ۽ دنيوي تعليم جو بندوبست ٿيل هو. هي



مدرسو ڪافي وقت تائين جاري رهيو. هن وقت ڳوٺ ۾ پرائمري اسڪول ۽ صحت مرڪز بہ موجود آهن. (وڌيڪ ڏسو: تجل جا پير).

**تجل جا پير**: تجل جي درگاهہ جو باني شاهہ عنايت جو ننڍو فرزند مخدوم سلام الله عرف 'ٽر ڏٽي' هو. هن خاندان جو مؤرث اعليٰ مخدوم صدرالدين عرف صدو لانگاهہ هو، جيڪو 900 ھ/ 1464ع ۾ اُچ شريف ۾ آيو ۽ اتان تبليغ جي سلسلي ۾ سنڌ ۾ اچي ڳوٺ 'ميران پور' ۾ رهيو، جتي هڪ مسجد ٺهرائي، اُن ۾ مدرسو کوليائين. هي اهو مدرسو آهي، جنهن ۾ شاهہ عبدالڪريم بلڙيءَ واري بہ تعليم ورتي هئي. هن خاندان کي عام تذڪره نوسين "لانگاهہ" سڏيو آهي. شاهہ عنايت شهيد، مخدوم صدرالدين جي پنجين پيڙهيءَ ۾، مخدوم فضل الله جو فرزند هو. ڪيس مخدوم خليل الله ۽ مخدوم جليل الله نالي سان پٽ هئا. مخدوم سلام الله عرف ٽر ڏٽي، چوڏهن سالن جي ڄمار ۾ پنهنجي والد شاهہ عنايت جي هڪ خليفي سيد عبداللطيف ٺٽويءَ کان تلقين ورتي، تارڪ بڻيو ۽ جذب جي حالت ۾ رهڻ لڳو. هڪ ڏينهن پنهنجو قيمتي لباس لاهي ساڙي ڇڏيائين ۽ لُنگ ٻڌي جهنگ منهن ڪيائين. ڪي فقير سندس پٺيان هليا، جن مان ڪڏهن ڪڏهن 'راول فقير' سان هو رهاڻ ڪندو هو. شاهپور چاڪر جي ڳوٺ کان ٿيندو، جيسلمير ۽ جوڌپور جي ريگستاني علائقي



صوفي صدرالدين شاهہ عرف صدو لانگاهہ جو مقبرو

مان ٿيندو وري سنڌ جي سرحد ۾ 'ڳيرو ٽر واري پٽ' تي اچي ويٺو، جتي هينئر 'تجل جي درگاهہ' آهي. اتي ڦوڳ جو هڪ وڻ هو، جنهن کي ٽيڪ ڏئي، سياري توڙي اونهاري ويٺو هوندو هو. سندس لباس ۾ هڪ لنگ ۽ هڪ گودڙي شامل هئي، سمورو وقت ڏٽ ۽ پاٽيءَ تي گذارو ڪيائين. شاهہ عبداللطيف ڀٽائي بہ ساڻس اچي روحاني رهاڻ ڪندو هو. ڪيترا ماڻهو وٽس مريد ٿيڻ لاءِ آيا، پر ڪين چيائين تہ "اسين مريد ڪرڻ لاءِ نہ آيا آهيون؛ اوهان کي مريد ڪرڻ لاءِ هڪ ٻيو پير ايندو". ڪجهہ وقت کان پوءِ پير پاڳارن جي وڏي بزرگ پير محمد راشد شاهہ اچي، اتان جي ماڻهن کي مريد ڪيو. مخدوم صاحب وٽ چئن ئي طرفن کان سچ ڏسي، سندس مريد پريشان ٿيندا هئا تہ هو کين چوندو هو تہ "غم نہ ڪريو سڪيل ايندو سڪ ٿيندو". اها بشارت بہ پوري ٿي، جو سندس وفات کان پوءِ سندس ئي خاندان مان مخدوم شاعر 'شاڪر' عرف 'سُڪيل سائين' اچي اها درگاهہ وسائي ۽ ناري واهہ جي اُٿل سبب تجل وارو پاسو آباد ٿي ويو.

مخدوم سلام الله ٽر ڏٽي تاريخ 25 ذوالحج 1193ھ/ 1779ع تي وفات ڪئي. سندس وفات کان پوءِ جڏهن مير سهراب خان، خيرپور جو والي ٿيو تہ هن سندس روضو ۽ هڪ عاليشان مسجد تعمير ڪرائي ۽ فقيرن کي کوهہ کٽائي، باغ رکارائي ڏنائين. مجاورن کي چراغ بندي ۽ لنگر جي خرچ لاءِ نقدي رقم ۽ زمين ڏنائين. اهو روضو تجر نموني تي آهي، انڪري آهستي آهستي "تجر" لفظ مان "تجل" بڻجي ويو.

ان کان پوءِ مير سهراب خان، مخدوم صاحب جي خاندان مان مخدوم محمد شاڪر ولد مخدوم محمد نعيم کي پنهنجي رياست ۾ وٺي آيو ۽ ڪوٽ ڏيجيءَ کان اتر طرف ڇهن ميلن جي مفاصلي تي، کيس هڪ وڏو ڪوٽ ٺهرائي ڏنائين ۽ جاگير پڻ ڏنائين. اهو ڪوٽ 'شاڪر شاهہ جو ڪوٽلو' سڏيو ويو ۽ اڄ تائين اتي هڪ ننڍڙو ڳوٺ 'ڪوٽلي' جي نالي سان آباد آهي.



صوفي سلام الله جي مزار

ٿوري وقت کان پوءِ مخدوم محمد شاڪر، تجل جي درگاهہ تي اچي رهيو، جتي، رات ڏينهن لنگر هلندو هو. جتان آيو ويو، غريب غربو پيو کائيندو هو. سيد مير جان الله شاهہ روهڙيءَ واري جو فرزند سيد قلندر علي شاهہ، عرف "موسيٰ جاڳو" سندس خاص مريد هو. مخدوم محمد شاڪر 21 ربيع الاول 1213ھ مطابق 1798ع ۾ وفات ڪئي. ڪانئس پوءِ سندس فرزند مخدوم سلطان علي، فقيريءَ جي مسند تي ويٺو. هي بہ پنهنجي والد وانگر وڏو اهل دل درويش هو. مير سهراب خان توڙي مير رستم خان ٻئي سندس معتقد هئا. هن 10 صفر 1252 هجري مطابق 1836ع ۾ وفات ڪئي. مخدوم سلطان علي شاهہ جي فرزندن مان، مبارڪ شاهہ ۽ قلندربخش شاهہ، هڪٻئي پٺيان پنهنجي پيءُ جي گاديءَ تي ويٺا.

مخدوم مبارڪ شاهہ پنهنجن وڏن کان پرهيزگار ۽ 'دسترخاني' جو ڪشادو درويش هو. مير علي مراد خان ڪنهن غلط فهميءَ سبب سندس جاگير کسي ورتي تہ هُن ڪجهہ بہ نہ ڪڇيو. ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ مير علي مراد خان وٽس هلي آيو ۽ کيس جاگير واپس ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائين، پر مخدوم صاحب انڪار ڪري ڇڏيو. سندس لنگر تان آئي وئي کي سلو طعام ملندو هو. سندس گهڻو وقت الله جي عبادت ۽ خلق جي خدمت ۾ بسر ٿيندو هو. ڪيس ولي محمد نالي هڪ فرزند ٿيو، جيڪو

سندس زندگيءَ ۾ ئي وفات ڪري ويو. مخدوم مبارڪ شاهه 12 ذوالقعد 1370 هجري مطابق 1854ع ۾ وفات ڪئي.



صوفي صدر الدين سجاده نشين

مخدوم مبارڪ شاهه جي وفات کان پوءِ سندس ڀاءُ قلندر بخش صوفي گاديءَ تي ويٺو. ۽ پنهنجن وڏن جي پيرويءَ ۾ فقيريءَ جي مسند کي رونق بخشيائين. مخدوم قلندربخش کان پوءِ سندس فرزند سلطان علي شاهه ثاني جانشين ٿيو. جيڪو هڪ وڏو عالم، پرهيزگار ۽ قادرالڪلام شاعر ٿي گذريو آهي. ميرعلي مراد خان سندس معتقد هو. هن 7 محرم 1324 هجري مطابق 1906ع ۾ وفات ڪئي. ان کان پوءِ مخدوم مبارڪ شاهه ثاني گاديءَ تي ويٺو هو، هيءُ به هڪ پرهيزگار ۽ فيض وارو فقير هو. هن خاندان ۾ فقير علي قطب، فقير نبين جوڙيوءِ فقيرصدرالدين ٽيئي ڄڻا سٺا منتظم ۽ وڏا مهمان نواز فقير آهن.

**تجمل حسين پناڻ:** والي بال راند جو مشهور رانديگر تجمل حسين پناڻ صوبيدار محمد اسلم پناڻ جي گهر ۾ 1946ع ۾ قمبر علي خان ۾ ڄائو. هاءِ اسڪول قمبر ۾ پڙهيو ۽ 1960ع کان والي بال راند شروع ڪيائين. 1961ع ۾ پنهنجي شهر ۾ آل سنڌ والي بال ٽورنامينٽ ۾ قمبر جي حيدري ٽيم سان گڏ راند ڪيڏي، راند جو بهترين مظاهرو ڪيائين والد جي جاءِ تي پوليس ۾ اي. ايس. آءِ ڀرتي ٿيو ترقي ڪري ايس. ايس. پي ٿيو. پوليس نوڪري دوران وزن وڌي وڃڻ ڪري والي بال راند ڇڏي ڏنائين.

تجمل حسين پناڻ انهن رانديگرن مان هو، جيڪو سنڌ رانديگرن محمد يوسف ۽ ٻين جا اسٽروڪ ناهي ڪيڏيو ۽ ڪامياب ٿيو. قدبت جو سٺي رنگ جو گورو ۽ نيٽ سينٽر جو رانديگر هو. والي بال راند ۾ پنهنجي اصلي اسٽروڪ کي تبديل ڪري والي بال جي مشهور رانديگر محمد يوسف جو اسٽروڪ ۽ اسٽائيل اپنايائين ۽ وڏي حد تائين ڪاميابي ماڻيائين. نتيجي طور والي بال جي ناميارى رانديگر محمد ايوب انصاريءَ تجمل کي سينٽر تي محنت ڪرائي ڪيس پهرين جوڙ جو رانديگر بنايو.

**تجنيس:** 'علم بديع' جي هڪ صنعت، جنهن ۾ لفظن جي هڪجهڙائي يا مشابهت ڏيکاريل هجي. 'تجنيس' جا ڪيترائي قسم آهن. جهڙوڪ:

**تجنيس تام:** فقري يا مصرع ۾، ساڳيءَ صورتخطي ۽ ساڳئي اچار وارن لفظن جي استعمال جي صنعت. (انهن لفظن جي معنيٰ ڀلي ڪٽي مختلف هجي:) انگريزيءَ ۾ ان کي Pun چئبو آهي. مثلا:

"وَرَ ۾ ڪونهي وَرُ، ڏيرن ور وڏو ڪيو" (شاهه)

**تجنيس حَرفي:** شعر جي مصرع ۾، اهڙن لفظن جو استعمال، جن جو شروعاتي اکر ساڳيو هجي. انگريزيءَ ۾ Alliteration چئبو آهي. مثال:

"تي توڪل ساڻ تقويٰ، ترڪ دنيا کي تمام" (حمل فقير)

**تجنيس خطي:** شعر جي مصرع ۾، هم صورت لفظن جي بدل سدل واري صنعت کي 'تجنيس خطي' چئبو آهي.

"ٻين جي ميناج محبت، قرب کان مون کي گهڻو
تنهنجي بي قربي ۽ محبت جي جفا آهي لذيذ".

**تجنيس زائد:** شعر جي مصرع ۾ اهڙن لفظن جو استعمال، جن مان هڪڙي جي مُنڍ ۾ اکر وڌيل هجن، ته ان کي 'تجنيس زائد' چئبو آهي.

"جيئن وڏيو ڏن مال، رتبو، شاهه، شاهوڪار جو
تيئن وڌيو دنيا جي باعث زار جي آزار جو"

**تجنيس مُرڪب:** شعر ۾ هڪ مفرد ۽ ٻئي مرڪب لفظ کي ڪِنڊيل معنيٰ ۾ پيش ڪرڻ واري صنعت کي "تجنيس مرڪب" چئبو آهي. جيئن:

"ساهڙ ڇُڙي نه ساهه جي، ساهڙ ساهڙ ريءَ (شاهه).

**تجنيس مضارع:** شعر ۾ ساڳئي آواز پر معنيٰ ۽ صورتخطيءَ مختلف هئڻ واري صنعت کي 'تجنيس مضارع' چئبو آهي.

"لال لب لعل کان پڻ لال مِنا تو کان ٿيا"

**تجنيس مُڪرر:** شعر ۾ ساڳئي لفظ جي ٻه دفعا استعمال واري صنعت کي تجنيس مڪرر چيو ويندو آهي. جيئن ته:

"گرچ گل لاءِ پريشان هزار هزار
مون لاءِ مگر هڪ تون نگار نگار.

**تجنيس ناقص:** شعر ۾ اڻپوري هڪجهڙائي پيش ڪندڙ صنعت کي 'تجنيس ناقص' چئبو آهي مثال:

"ڪَري ڪُن ڪيترا ڪرڪا،
نه ڪَنُ تنهن تي ڪرڻ گهرجي،
جتن ڪيو جَتن، آيا ڪي ايندا".
(شاهه)

**تَجوِيدُ:** قرآن شريف جي حرفن کي صحيح اُچار سان پڙهڻ جي فن کي "تجويد" چئجي ٿو هن فن جون ٽي صورتون آهن: (1) تَرتيل (2) حَدُر ۽ (3) تدَوير. ترتيل ۾ لفظن کي آهستگيءَ سان مطلب سمجهندي، ادا ڪبو آهي. حَدر جلدي ۽ تيزيءَ سان پڙهڻ کي چيو ويندو آهي، ۽ تدوير جو مطلب آهي اعتدال سان يعني وچٿري نموني سان پڙهڻ، جنهن ۾ نه تيزي هجي ۽ نه ئي آهستگي.

**تجويدُ القرآن (ڪتاب):** هيءُ ڪتابڙو مولوي عبدالحميد جو قرآن مجيد کي صحيح پڙهڻ جي فن بابت لکيل آهي. ڪرائون سائيز جي هن ڪتابڙي جا 16 صفحا ۽ قيمت چار آنا آهي. ان جو ڇاپو پهريون، حافظ شمس الدين، هري ڪرشنا ليٿو پريس، سکر مان سال 1936ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**تَحتَ الثَريٰ:** زمين جو بلڪل هيٺيون طبقو يا پاتال. قديم تصور مطابق ڪائنات ۾ ست زمينون ۽ ست آسمان آهن. اسين جيڪو آسمان ڏسون ٿا، ان جي مٿان ڇهن ٻين آسمانن جا طبق آهن ۽ جنهن زمين تي اسين رهون ٿا، ان جي هيٺان پڻ زمين جا ٻيا ڇهه طبق آهن. انهيءَ نسبت سان دوزخ جا به ست طبق تصور ڪيا ويا آهن. جن مان هيٺيون ستون طبق "تحت الثريٰ" سڏجي ٿو. غلط العام چوڻي آهي ته 'فلاڻو تحت الثريٰ جي تري ۾ وڃي ڪريو'. جڏهن ته 'تحت الثريٰ' جي معنيٰ ئي آهي ثريٰ جو هيٺيون طبقو.

**تحرير اقليدس (پاڳو پهريون) (ڪتاب):** هن ڪتاب جو مصنف ڪوڙو مل چندن مل ڪلناڻيءَ آهي. هي ڪتاب ڪراچيءَ جي تعليم کاتي طرفان پهريون ڀيرو، سال 1863ع ۾ ڇپيو ڪتاب جي قيمت 6 آنا آهي. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو، 1870ع ۾ تعليم کاتي جي ڇاپخاني ۾ ڇپيو. جنهن جي قيمت 6 آنا آهي. ٽيون ڇاپو پڻ تعليم کاتي جي ڇاپخاني مان سال 1874ع ۾ ڇپيو. جنهن جي قيمت چار آنا آهي. ڪتاب جو چوٿون ڇاپو 1881ع ۾ ڪمشنر جي ڇاپخاني، ڪراچيءَ مان ڇپيو هن ڇاپي ۾ 148 صفحا آهن ۽ قيمت پنج آنا آهي هن ڪتاب جو پاڳو ٽيون ڌار ڪتاب جي صورت ۾ تعليم کاتي طرفان 1866ع ۾ ڪمشنر جي پريس، ڪراچيءَ، مان ڇپيو. جنهن جي قيمت پنج آنا آهي.

**تحرير جو فن:** نفيس قلم ۽ اعليٰ قسم جي خوش نويسي کي خطاطي يا تحرير جو فن چون ٿا. دنيا جي تخليق ٿيڻ کان ئي انسان پنهنجي جذبات ۽ خيالات جي اظهار لاءِ مختلف طريقا استعمال ڪيا. سڀ کان پهرين انسان اشارن سان جذبات جو اظهار ڪيو. ٻي مرحلي ۾ جانورن جون ٻوليون ٻولي پنهنجو مقصد بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ان ڪانپوءِ پنهنجي سمجهه لاءِ ڪجهه مخصوص نشان مقرر ڪيا. انسان جي پهرين تحرير تمام سادي هئي. شروع ۾ تصويرن جي ذريعي ڪجهه تصور مخصوص ڪيا ويا. پوءِ تصوير کي نالو ڏنو ويو ۽ پيغام پهچائڻ لاءِ تصويري خاڪا ايجاد ٿيا. تحرير (خوشخطي يا ڪتابت)، شاعري، مصوري، موسيقي، فنون لطيفا جي زمري ۾ اچن ٿا. ٻوليءَ ڪانپوءِ انسان جي سڀ کان وڏي ايجاد تحرير جو فن آهي. جنهن تي اسان جي تهذيب جو دارومدار آهي. تحرير جي فن ڪانسواءِ اسان ڪنهن به تهذيب جو تصور ئي نٿا ڪري سگهون. اگر انسان تحرير جو فن ايجاد نه ڪري ها ته ان جي زندگي اڄ وحشين وانگر هجي ها. هن فن جا سڀ کان پهرين دجله ۽ فرات جي وادي ۾ آثار مليا. گوچو نيفيون ۽ مصرين به هن فن کي جلد سکي ورتو، پر اوليت پوءِ به عراق کي حاصل آهي. هي انقلابي ايجاد اڄ کان تقريباً ساڍا پنج هزار سال قبل مسيح سومير جي شهر ارڪ (Uruk) جي هڪ عبادتگاهه ۾ ٿي، جيڪو عراق جو ان وقت سڀ کان ترقي يافته خوشحال شهر هو. ڪجهه مؤرخن رسم الخط جي ابتدا حضرت عيسيٰ عليه السلام کان 15 هزار سال پهرين ڄاڻائي آهي. مخصوص خيالن کي واضح اشارن ۾ بيان ڪرڻ جو نالو تحرير جو فن آهي. هن جي ابتدا مٽي جي ٿانون تي خاخنن جي دٻاءُ جي نشانن لڳائڻ سان ٿي، ان جو مقصد ٿانون جي سجاوٽ يا پهچان هئي.

تحرير (خطاطي يا خوش خطي) جي فن کي مسلمانن شروع کان ئي وڏي اوج تي رسايو ۽ هن فن کي مصوري وانگر وڏي عزت ڏنائون. هن فن ۾ خطاطي جا ڪيترائي قسم بيان ڪيا ويا آهن. مثلاً هيراتيقي خط، ديمو تيقي خط، هڙپائي خط، موهن جي دڙي جو خط، پيڪاني خط، لاطيني خط ، فونيقي خط، قبطي خط، آرامي خط، پهلوي خط، يوناني خط، لاطيني خط، عبراني خط، مسخد حميري خط، نبطي خط، محقق خط، ريحان خط، ثلث خط، طغرىٰ خط، نسخ خط، توقيع خط، رقاع خط، غباري خط، مسلسل خط، شقيه خط، تعيلق خط، شڪسته خط، شفيعه خط، مغربي خط، بهار خط ۽ نستعليق خط تمام گهڻو مشهور آهن. انهن سيني خطن مان هن وقت تمام گهڻو نسخ خط ۽ نستعليق خط استعمال ٿين ٿا. خطاطي ۽ مصوري جي فن ۾ شروع کان وٺي ايران دنيا ۾ سيني کان اڳيان آهي. ايران ۾ تيرهين صدي عيسوي ۾ هڪ نئون خط 'تعلين' جي نالي عام ٿيو ۽ انهيءَ صدي ۾ هڪ ٻيو خط ۾ عام ڪيائون، جنهن ۾ خط نسخ ۽ تعليق ٻنهي جون خصوصيتون موجود هيون، جنهن ڪري ان جو نالو 'نستعليق' عام ٿيو موجوده دور ۾ به ايران خطاطي جي فن ۾ سڀ کان اڳيان آهي.

**سنڌ جو تحريري فن:** تاحال سنڌو لکت ۽ ٻوليءَ بابت ماهرن جي سوچ ۽ راين جي موافقت نه ٿي سگهي آهي. البت سيني جو خيال آهي ته هي جداگانه لکت آهي ۽ ڪنهن به ٻي ٻوليءَ تان ورتل ڪانه آهي. خاص حوالي سان ٽن ٻولين جو ذڪر ڪن ٿا. 1. "آريائي"، 2. "مُنڊا" ۽ 3. "دراوڙي" ٻولين مان ڪا ٻولي هن لکت جو بنياد هوندو. ڪي وري عنصري يا بنيادي دراوڙي (Proto-Dravidan) ڏانهن اشارو ڪن ٿا، جا پائين ته اصل سنڌي هجي. جن مان برصغير جون اڪثر ٻولين ۽ هتان جا لهجا (Dialect) نڪتا هجن. هڪ خيال اهو به آهي ته اها خود اصلوڪي ٻولي آهي، جيڪا سنڌ جي پنهنجي آڳاٽي لکت رکي ٿي. خود لکت جو قسم ته بي بحث جاري آهي ۽ هن لاءِ جيڪي محاورا ڪم اچي چڪا آهن يا اچن پيا تن مان ڪي هي آهن. (Logographic, Pictographic, Idiographic Logosyllabic, Rebus, Idio-Phonetic) آهن. ته اها الفابيٽ (Alphabetic) نه آهي. سڀ کان وڏيڪ لکت واريون شيون موهين ۽ هڙاپا جي آثارن جي کوٽائي مان مليون آهن. جن جو تعداد 3750 جي لڳ ڀڳ ٿيندو. وڏيڪ به 60 کن اهڙا ماڳ آهن جن تان لکت سان وٺون مليون آهن. لکتن لاءِ ڪم آيل علامتون يا نشان هڪ اندازي موجب 450 آهن. جن مان 200 علامتون بنيادي آهن. جڏهن ته باقي واڌارن يا ملاوت سان نهيل آهن. هن لکت لاءِ انگ اپين ليڪن جي صورت ۾ آهن. ماهرن جو چوڻ آهي ته هڪ کان ستن تائين ليڪون ملن ٿيون. ان مان ظاهر آهي ته هنن وٽ شايد حسابي ڳڻپ بابت 8 جو نظام رائج هو لکتن ۾ ننڍي ۾ ننڍي عبارت ۾ 5 نشانيون آهن ۽ وڏي ۾ وڏي (هن وقت تائين) ۾ 26 نشانيون آهن.

شيون جن تي لکت ملي آهي، سي آهن، مٽي، ٺڪر، عاج، چيرولي، سنگ، هڏو، لرزان، سنگِ جراحت، ٽامون، ڪنجهو چاندي، سون. لکت ۾ ڪنائي، اکرڻ، ڏاکڻ، جڙڻ، رڱڻ، گهڙڻ، اٽيل يا اپاريل چٽ وغيره شامل آهن. سنڌو لکت گهڻو ڪري ساڄي پاسي کان شروع ٿئي ٿي. پر ڪٿي ڪٿي، خاص ڪري جتي هڪ کان وڏيڪ سٽون آهن، اتي هيٺين سٽ کاٻي پاسي کان شروع ٿئي ٿي، جنهن ۾ لکڻ واري لاءِ آساني هوندي، پر پڙهڻ واري لاءِ نه. هن طريقي کي (Boustrophedon) چون ٿا. ڏنو ويو آهي ته ڪن خطن ۾ هڪ کان وڏيڪ ٻوليون لکيون ويون آهن. جيئن عراق جي ميخي خط (Cuniform) ۾. ممڪن آهي ته سنڌو لکت ۾ به هڪ کان وڏيڪ ٻوليون لکيون ويون هجن. ٻيو ته ماهرن سنڌو جي ڪن علامتن، لکتن جي نشانين ۾ ٿورن ٿڪن تفاوتن جي بنياد تي امڪان ظاهر ڪيو آهي ته اهي نشانيون مختلف علائقائي ضمني قسم ٿي سگن ٿيا. بلڪ ڪن جو رايو آهي ته شايد لکت جا به قسم پوءِ اوج واري دؤر ۾ ڪلاسيڪل شڪل ۾ ڪتب آيا هجن. سنڌو لکت جا ڪجهه نمونا هيٺ ڏجن ٿا:



**تحريڪ استقلال**: هيءَ جماعت نامور سياستدان ايئر مارشل (رٽائرڊ) اصغر خان جي حوالي سان سڃاتي وڃي ٿي. مارچ 1969ع ۾ صدر ايوب خان جي دور ۾ جڏهن پاڪستان جي سياستدانن جي گول ميز ڪانفرنس سڏائي وئي هئي، ان جي اختتام تي رٽائرڊ ايئرمارشل اصغرخان ”جسٽس پارٽيءَ“ جي نالي سان نئين سياسي جماعت جي قيام جو اعلان ڪيو هو. ڪجھ عرصي کان پوءِ هيءَ جماعت ”پاڪستان جمهوري پارٽيءَ“ ۾ ضم ڪئي وئي، پر رٽائرڊ ايئرمارشل اصغرخان نئين جماعت ۾ شرڪت نہ ڪئي ۽ 1970ع ۾ ”تحريڪ استقلال“ جي قيام جو اعلان ڪيائين. پارٽي پروگرام تي غور ڪرڻ لاءِ سڄي ملڪ مان 400 کان وڌيڪ سياستدانن جي هڪ ڪانفرنس سڏايائين. شريڪ ٿيندڙن کي تحريڪ استقلال جي منشور مطابق پارٽيءَ ۾ شامل ڪيو ويو. سيپٽمبر 1975ع ۾ پارٽيءَ جي مجلس عاملہ چوڏهن نڪاتي پروگرام منظور ڪيو، جنهن کي بعد ۾ منشور ۾ اضافي طور شامل ڪيو ويو. جنوري 1977ع ۾ هن جماعت ”پاڪستان قومي اتحاد“ ۾ شرڪت ڪئي. شهيد ذوالفقار علي ڀٽي ۽ پاڪستان قومي اتحاد جي وچ ۾ جيڪي مذاڪرات ٿيا ۽ رٽائرڊ ايئرمارشل اصغرخان جيڪي تجويزون پيش ڪيون، سي ڀٽي صاحب مسترد ڪري ڇڏيون. نومبر 1977ع ۾ اصغرخان نظرياتي اختلاف رکي، قومي اتحاد کان علحدگيءَ جو اعلان ڪيو. 23 نومبر 1978ع تي پارٽيءَ جي جزوي منشور جو اعلان ڪيائين، جنهن ۾ ڄاڻايائين تہ ”تحريڪ استقلال، اقتدار ۾ اچڻ سان انتظاميہ، لوڪل گورنمنٽ ۽ عدليہ ۾ انقلابي تبديليون آڻيندي. هر صوبو انتظامي طرح ”ڳوٺ“، ”تعلقي“ ۽ ”ضلعي“ جي اِڪائين تي مشتمل هوندو ۽ ڊويزنن کي ختم ڪيو ويندو. پنچائت ڪاميٽيون مصالحتي ڪم ڪنديون ۽ اُهي اهڙيون عدالتون هونديون، جيڪي عام مقدمن جي سماعت ڪري سگهنديون. نئين منشور تحت صوبائي چيف سيڪريٽرين جي آسامين کي ختم ڪيو ويندو ۽ سيڪريٽريٽ جو اسٽاف گهٽايو ويندو، عدليہ آزاد هوندي وغيره.

1983ع ۾ جڏهن ضياءُ الحق خلاف سيني پارٽين جو اتحاد ’ايم. آر. ڊي‘ ٺهيو تہ هيءَ پارٽي پڻ ان اتحاد ۾ شامل ٿي. بعد ۾ 1986ع ڌاري جڏهن اصغر خان، ايم. آر.ڊي کان ڌار ٿيو تہ ان عمل خلاف سندس پارٽيءَ جي ڪيترن ئي اڳواڻن استعيفيٰ ڏئي ڇڏي. 1988ع وارين چونڊين ۾ تحريڪ استقلال ڪا بہ سيٽ کٽي نہ سگهي ۽ 1990ع ۾ لاهور مان چونڊ هارائڻ بعد اصغر خان سياست تان ريٽائر ٿيڻ جو اعلان ڪيو. بعد ۾ سندس پٽ عمر اصغر خان ان پارٽيءَ کي ”قومي جمهوري پارٽي“ جو نالو ڏئي اڳتي آندو. 2002ع جي چونڊن بعد عمر اصغر، جنرل مشرف حڪومت ۾ وفاقي وزير بہ ٿيو پر اڳتي هلي استعيفيٰ ڏنائين. بعد ۾ سندس اوچتو موت واقع ٿيو.

**تحريڪ اصلاح** (Reformation): هيءَ اصل ۾ مذهبي اصلاح جي تحريڪ هئي، جنهن جي شروعات مارٽن لوٿر ڪنگ (1546-1438ع)، جرمنيءَ کان ڪئي. لوٿر جو مقصد عيسائيت جي عقيدن جي اصلاح هئي، جنهن ۾ هو ڪامياب بہ ويو، پر ڪانئس پوءِ عيسائيت ٻن وڏن فرقن پروٽسٽنٽ ۽ رومن ڪئٿولڪ ۾ ورهائجي وئي. فڪري لحاظ کان عيسائين جي تاريخ ۾ اهو هڪ وڏو انقلاب هو. ڪليسا جو اثر گهٽجو گهٽجي ويو، جيڪا اڳتي عيسائي زندگيءَ تي اختيار رکندي هئي. اهو عقيدو، جنهن هيٺ روحن جي ڇوٽڪاري جو مدار پادريءَ جي سفارش تي هو ۽ ان لاءِ پادري باقاعدي ”معافي ناما“ لکي وڪڻندا هئا، اهو پراٽيسٽنٽزم جو بنياد بڻيو يعني انسان جي ڇوٽڪاري جو مدارُ ايمان ۽ عمل کي ڇيو ويو. ان کان اڳ بائيبل مقدس کي صرف پادري پڙهندا هئا، پر لوٿران کي جرمن ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪيو تہ جيئن هر ماڻهو بائيبل کي پڙهي سگهي. مختلف ماڻهن جي بائيبل تائين رسائي ٿي تہ هنن جا ذهن کليا ۽ پاڻ کي ذهني طور آزاد محسوس ڪيائون. ايتريقدر جو 16 صديءَ ۾ ئي عيسائين اندر فرقن جو تعداد 180 وڃي بيٺو. بهرحال، پاپائيت جي اثر گهٽجڻ کانپوءِ هڪ طرف ”جديد قومي رياست“ جو وجود ممڪن ٿي سگهيو ته ٻئي طرف جمهوري سوچ وڌڻ ويجهڻ لڳي. ان تحريڪ کي ”رفارميشن“ تحريڪ اصلاح سڏيو ويو.


مارٽن لوٿر ڪنگ

**تحريڪ التويٰ**: قانون ساز ايوان يا انتظامي مجلس اندر بحث هيٺ مسئلي تي ڪنهن ميمبر طرفان ڏنل راءِ جي بنياد تي، مجلس يا ايوان کي اڻ ڄاڻايل مدي تائين، ملتوي ڪرڻ کي ”تحريڪ التويٰ“ چئبو آهي. تحريڪِ التويٰ تي بحث مباحثي کان پوءِ، اڪثريت راءِ سان طئي ڪيو ويندو آهي تہ ايوان يا مجلس جي ويچار هيٺ مسئلي بابت ڪهڙو فيصلو ڪجي.

**تحريڪ امداد باهمي**: امداد باهمي جي نظريي جو باضابطہ آغاز 1904ع ۾ ٿيو. ’ڪو آپريٽو ڪريڊٽ سوسائٽيز‘ ايڪٽ ذريعي هارين کي امير جاگيردارن جي چنبي مان ڪڍي گڏيل امداد جي بنياد تي قرض جي فراهميءَ جو انتظام ڪيو ويو. آزاديءَ کان پوءِ هن شعبي ۾ ڪافي ترقي ٿي آهي. امداد باهميءَ جي انجمنن جي ذريعي هارين کي زراعت واسطي ننڍا قرض ڏيڻ کان سواءِ زرعي استعمال جون مشينون، ٻاڻ ۽ چوپائي مال خريد ڪرڻ لاءِ پڻ آسان قسطن تي قرض ڏنو ويو. هڪ اندازي مطابق 1972ع ۾ ڪل 545 ڪروڙ مان 33 ڪروڙ ماڻهو امداد باهمي جي تحريڪ مان فائدو وٺي رهيا هئا. ڳوٺن ۾ امداد باهميءَ جي انجمن جي ڪري زرعي پيداوار جي تجارت ۾ ڪميشن ڪائيندڙن (دلالن) کان گهڻي ڀاڱي نجات ملي وئي ۽ انهن جي نجات کانپوءِ فصل پوکيندڙن توڙي واپارين کي تمام گهڻو فائدو پهتو. جيئن تہ هن انجمنن ذريعي 61-1962ع ۾ 175 ڪروڙ رپين جي زرعي پيداوار جو ڪاروبار (سيڙپڪاري) ڪيو ويو، جيڪو 72-1973ع ۾ 950 ڪروڙن تائين پهتو. شگر ملن ۾ بہ امداد باهمي جي ادارن جي ڪري ئي تمام گهڻي ترقي ٿي. انهن ادارن طرفان تيار ڪيل کنڊ جيڪا 56-1955ع تمام گهٽ هئي، اها 73-1972ع ۾ وڌي 37 فيصد تائين پهتي. 53-1951ع ۾ امداد باهمي جي انجمنن جو ڪل تعداد هڪ لک چوويهہ هزار هو، جيڪو 72-1971ع ۾ وڌي وڃي ٽي لک چوويهہ هزارن تائين پهتو. ان بعد آپريٽو ڊولپمينٽ بئنڪس، غير زرعي ڪريڊٽ سوسائٽيز ۽ مارڪيٽنگ اينڊ پروسيسنگ سوسائٽيز پڻ مختلف نوعيتن جا ڪم ڏيڻ شروع ڪيا.

**تحريڪ ترڪ موالات:** تحريڪ "ترڪ موالات" کي 'تحريڪ عدم تعاون' بہ سڏيو وڃي ٿو. هيءَ تحريڪ 1920ع ڌاري هندستان ۾ انگريزن خلاف هلائي وئي هئي. هن تحريڪ جو مقصد اهو هو تہ برطانوي حڪومت سان ڪنهن بہ قسم جو تعاون نہ ڪيو وڃي، ڇوتہ خلافت عثمانيہ، جزيرة العرب، جليانوالا باغ واقعي ۽ آزاديءَ جي حق بابت انگريز حڪومت جي حڪمت عملي غلط هئي. حڪومت سان عدم تعاون جي پروگرام هيٺ اعزازن/ عهدن ۽ سرڪاري خطابن کي ترڪ ڪرڻ، سرڪاري ۽ نيم سرڪاري تقريبن جو سماجي بائيڪاٽ ڪرڻ، سيني سرڪاري ۽ امدادي درسگاهن مان شاگردن جو نڪرڻ وغيره جهڙيون ڳالهيون شامل هيون. هن پروگرام تي 1920ع ۾ جمعيت العلماءِ ۽ خلافت ڪاميٽيءَ عمل ڪرڻ شروع ڪيو. عالمن باقاعدي فتوائون جاري ڪيون، جنهنڪري هزارين ماڻهن پنهنجا لقب، القاب ۽ خطاب واپس ڪيا. شاگردن سرڪاري اسڪولن مان پنهنجي پڙهائي ڇڏي ڏني، ملازمن پنهنجون نوڪريون ڇڏي ڏنيون. پر هن تحريڪ مان مسلمانن کي ڪافي نقصان بہ ٿيو، ڇوتہ تحريڪ هلائڻ سبب مسلمانن جي معاشي حالت ٺيڪ نہ رهي. هن تحريڪ ۾ هندن ۽ مسلمانن گڏجي حصو ورتو. هندستان جي تاريخ ۾ اهو پهريون ۽ آخري دور هو، جڏهن هندن ۽ مسلمانن پاڻ ۾ اتحاد ڪيو. افسوس جو هيءَ اتحاد وڌ ۾ وڌ ٽي سال هلي سگهيو.

**تحريڪ پاڪستان:** هندستان تي انگريزن جو قبضو جڏهن ظلم ۽ نانصافيءَ جي صورت ۾ محسوس ٿيڻ لڳو تہ اتان جي سيني ماڻهن، هندن توڙي مسلمانن گڏجي بغاوت ڪئي ۽ آزاديءَ لاءِ هلچل شروع ڪيائون. انهن تحريڪن ۾ لاها چاڙها بہ ايندا رهيا. اها هڪ گڏيل تحريڪ هئي، جنهن جو مقصد صرف انگريزن کان آزادي حاصل ڪرڻ هو. جڏهن تہ تحريڪ پاڪستان جي آغاز بابت مختلف مؤرخن ۽ مصنفن پنهنجا پنهنجا خيال پيش ڪيا آهن. ڪن اردو جي مؤرخن تہ ان کي هندوستان ۾ اسلام جي آمد واري دور سان ڳنڍيو آهي، جيڪو ڪنهن حد تائين مناسب نہ آهي، ڇو تہ اهو گهڻو اڳ جو دور آهي. ڪي مصنف وري 1857ع واري آزاديءَ جي جنگ کان ئي پاڪستان جي تصور بابت دعويٰ ڪن ٿا، پر حقيقت ۾ پاڪستان يا مسلمانن لاءِ الڳ رياست جو



خيال گهڻو پوءِ پيش آيو ۽ ان تي پرپور طريقي سان پيش رفت بہ قومي نظريي کان پوءِ ٿي. (وڌيڪ ڏسو: ٻہ قومي نظريو) انگريز، جيڪي ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي بهاني (ڏسو: ايسٽ انڊيا ڪمپني) هندستان تي قابض ٿيا ۽ مختلف طريقن سان هندن توڙي مسلمانن جي ذلت ڪندا رهيا ۽ انهن کان آزادي حاصل ڪرڻ تنهن وقت هندن توڙي مسلمانن جو گڏيل مسئلو هو، پر جيئن تہ مسلمانن وٽ الڳ مذهب، ريتن رسمن ۽ آباديءَ جو فرق واضح هو، تنهن ڪري الڳ رياست جي سوچ جنم ورتو ان ڏس ۾ مختلف رايا منظر عام تي ايندا رهيا، جن مان ڪجهہ حوالا هتي پيش ڪجن ٿا.

1883ع ۾ ڊبليو ايس بلنٽ چيو هو تہ: "هندستان کي ٻن حصن ۾ ورهائجي، اترين حصي تي مسلمانن جي حڪومت هجي ۽ ڏاکڻين حصي تي هندن جي." 1984ع ۾ سرجان اسٽريجي جو چوڻ هو تہ: "هندستان نہ ڪڏهن هڪ هو نہ هڪ آهي، برطانوي راڄ سان جيڪو اتحاد پيدا ڪيو ويو هو، اهو هڪ منصوبو آهي ۽ ان سان تہ ڪڏهن بہ قوم متحد نہ ٿي سگهندي." 1890ع ۾ مولانا عبدالحليم شرر چيو تہ: "بهتر ٿيندو تہ هندستان ۾ هندو ۽ مسلمان صوبن ۾ ورهائي آباديءَ جي مناسبتا ڪئي وڃي." 1899ع ۾ ٿيوڊور مارسين جو چوڻ هو تہ: "مسلمان پاڻ کي هندستاني تصور نہ ٿا ڪن. گڏيل هندستان جو قيام ناممڪن آهي، مسلمانن ۾ هڪ گڏيل قوم جون سموريون خاصيتون موجود آهن، سواءِ علائقي جي." 1921ع ۾ مولانا حسرت موهاني، اهو خيال پيش ڪيو تہ "مسلمان اڪثريتي صوبن کي مسلم رياستن ۽ هندو اڪثريتي صوبن کي، هندو رياستن ۾ تبديل ڪيو وڃي." 1923ع ۾ پائي پرمانند، اهو خيال سامهون آندو تہ: "هندستان کي اهڙي نموني ورهايو وڃي جو هڪڙي خطي ۾ اسلام کي سرسري حاصل هجي ۽ ٻئي ۾ هندومت کي سرسري حاصل هجي." 1928ع ۾ مولانا اشرف علي چيو تہ: "هندوستان ۾ هڪ ڌار مسلم رياست جو قيام عمل ۾ آندو وڃي". 1928ع ۾ سر آغا خان اڳڪٿي ڪندي چيو تہ: "جڏهن هندوستان غير ملڪي قبضي مان آزاد ٿي ويندو تہ ان جي مضبوطي برقرار نہ رهي سگهندي ۽ اتر اوڀر ۽ اولهہ جا مسلمان پنهنجون ڌار رياستون ٺاهيندا." 1928ع ۾ مشهور صحافي مولانا مرتضيٰ احمد خان ميڪش اهو خيال پيش ڪيو تہ: "هڪ مسلمان ملڪ جو قيام عمل ۾ اچڻ گهرجي، جيڪو پنجاب، سنڌ بلوچستان ۽ سرحدي علائقن تي مشتمل هجي ۽ ان مطالبي کي بين الاقوامي طور تي مڃيل اظهار جي آزاديءَ واري حق تحت منظور ٿيڻ گهرجي." ان بعد حالتن کي مد نظر رکندي 1928ع ۾ نهرو رپورٽ جي منظوري وقت قائداعظم محمد علي جناح پنهنجو تاثر ڏيندي چيو هو تہ: "هي رستا ڌار ٿيڻ جو وقت آهي." 1929ع ۾ نواب ذوالفقار علي خان چيو هو تہ "مسلمانن کي بجاءِ حقن جي ڌار ملڪ جو مطالبو ڪرڻ گهرجي." 1930ع ۾ علامہ اقبال الهہ آباد واري خطبي ۾ چيو هو تہ: "بهتر ائين ٿيندو تہ پنجاب، اترين، اولاهين سرحدي صوبي سنڌ ۽ بلوچستان کي ملائي، هڪ رياست ناهجي، جيڪا برطانوي سلطنت جي اندر يا ٻاهر خودمختياري رکندي هجي." 1933ع ۾ چوڌري رحمت علي هڪڙو ڪتابڙو بعنوان "اب يا ڪڏهن نهين" شايع ڪيو، جنهن ۾ لفظ "پاڪستان"، پهريون پيرو استعمال ڪيو ويو "پ" پنجاب مان، "ا" افغان صوبي مان، "ڪ" ڪشمير" مان، 'س' سنڌ مان ۽ تان بلوچستان جي آخري حرفن مان ڪٽي، هي نالو ٺاهيو ويو.



1938ع ۾ مسلم ليگ قرارداد پيش ڪئي تہ: "هندوستان کي مسلم وفاق ۽ هندو وفاق ۾ ورهايو وڃي". 1938ع کان 1939ع دوران مختلف ماڻهن ڌار رياست جي قيام جون تجويزون پيش ڪيون، جن ۾ چوڌري خليق الزمان، سر حاجي عبدالله هارون، پير علي محمد راشدي، عبدالرحمان صديقي، ميان ڪفايت علي، ڊاڪٽر سيد ظفر الحسن، ڊاڪٽر محمد افضال حسين قادري، مولانا عبدالستار نيازي، ظفر علي گوندل، محمد شريف طوسي، مولوي محمد فاروق، عبدالودود، مولانا راغب احسن، مولانا ظفر علي خان، الله بخش يوسفي ۽ ٻيا شامل هئا. 1938ع ڪانپوءِ آل انڊيا مسلم ليگ نئين سر تنظيمسازيءَ ڪانپوءِ قائداعظم جي قيادت ۾ فعال ٿي وئي. 4 فيبروري 1940ع تي دهلي ۾ ٿيل مسلم ليگ جي مجلس عامل ۽ ڪائونسل جي گڏيل اجلاس ۾ مسلمانن جي ڌار وطن لاءِ سنجيدگيءَ سان غور ڪيو ويو. فيصلو ٿيو تہ ان جي باقاعدي تجويز ايندڙ مهيني مارچ ۾، لاهور ۾ ٿيندڙ سالياني اجلاس

۾ پيش ٿيندي. 6 فيبروريءَ 1940ع تي قاعداعظم وائسراءِ هند، لارڊ لينلٿگو سان ملاقات ڪئي ۽ سندس اڳيان واضح ڪيو ته، هو مسلم ليگ پنهنجي لاهور واري عام جلسي ۾، هندستان جي ورهاست جو مطالبو ڪرڻ واري آهي. 23 مارچ 1940ع ۾ قائداعظم جي صدارت ۾ ٿيل ستيتاليهين اجلاس ۾ "قرارداد لاهور" پيش ڪئي ويئي. جيڪا بنگال جي وڏي وزير مولوي ابوالقاسم فضل الحق پيش ڪئي. 24 مارچ 1940ع تي "قرارداد لاهور" جي عام جلسي ۾ منظوري ڏني وئي. سائين جي ايم سيد، محمد ايوب کهڙو، عبدالمجيد شيخ، خان اورنگزيب خان، سر عبدالله هارون، نواب اسماعيل خان، قاضي محمد عسيٰ، بيگم مولانا محمد علي جوهر، آءِ آءِ چندريگر، مولانا عبدالحامد بدايوني ۽ ٻين ان جي تائيد ڪئي. اها ئي قرارداد بعد ۾ "قرارداد دهلي" سان شامل ٿي "قرارداد پاڪستان" جي نالي سان مشهور ٿي.


مولانا محمد علي جوهر

**قرارداد لاهور:** 22، 23 ۽ 24 مارچ تي لاهور ۾ ڪل هند مسلم ليگ جي ستاويهين اجلاس ۾ اهو تاريخي ٺهراءُ منظور ڪيو ويو. جنهن کي اڄڪلهه "پاڪستان جو ٺهراءُ" چيو وڃي ٿو ۽ جنهن ڏکڻ ايشيا جي مسلمانن کي پنهنجي آزاديءَ جو چٽو ۽ پڌرو تصور ڏنو ۽ سياسي منزل جو صحيح رخ ڏيکاريو ته جيئن آزاديءَ جي تحريڪ کي انهيءَ هڪ تي نصب العين حاصل ڪرڻ لاءِ وڌيڪ تيز ڪيو وڃي. هي اجلاس ڏاڍو مهلائتو ثابت ٿيو. برطانيه سرڪار اعلان ڪيو هو ته قانون حڪومت هند مجريه 1935ع ۾ جنهن پاليسيءَ جو ذڪر ڪيو ويو هو، ان ۾ ترميم ضروري ٿي پئي آهي. انهيءَ قانون ۾ وفاقِ هند واري تجويز کي اڳيئي ملتوي ڪيو



ويو هو ۽ هڪ نئين تجويز ۾ مسلمانن جي نقطهء نظر تي غور ڪرڻ ضروري سمجهيو پئي ويو انهيءَ ڪري موقعي ۽ مهل جي مناسبت سان اهو ضروري ٿي پيو هو ته جنهن قسم جو آئين مسلمانن چاهيو ٿي، ان جي وضاحت ڪئي وڃي. لاهور جي ٺهراءُ جو اهو ئي مقصد هو ان مان صاف ظاهر ٿئي ٿو ته هن براعظم (هندستان) جي اتر الهندي ۽ اوڀرندي حصن کي جتي مسلمانن جي اڪثريت هئي، اهڙيءَ طرح پاڻ ۾ ملايو وڃي ته جيئن اهي آزاد رياستن جا آئيني يونٽ (وحدتون) بڻجي پون، جيڪي پنهنجي سرخودمختيار ۽ خودڪار هجن.

قرارداد لاهور جي عبارت "مينارِ پاڪستان" تي اُڪريل آهي. جيڪا هن ريت آهي: (1) آئيني مسئلي تي آل انڊيا مسلم ليگ ڪائونسل ۽ مجلسِ عاملہ (ورڪنگ ڪميٽي) جي هن قدم جي تائيد ۽ توثيق ڪندي، جيڪو هن جي 27 آگسٽ، 17 ۽ 18 سيپٽمبر، 22 آڪٽوبر 1939ع ۽ 3 فيبروري 1940ع جي قراردادن مان واضح ٿئي ٿو آل انڊيا مسلم ليگ جو هيءُ اجلاس، ان تي زور ڏئي ٿو ته، اهو وفاقي منصوبو، جنهن جو ذڪر گورنمينٽ انڊيا ايڪٽ 1935ع ۾ ڪيو ويو آهي، قطعاً غير موزون، هن ملڪ جي خاص حالتن جي پيش نظر، ناقابل عمل ۽ هندستاني مسلمانن لاءِ قبوليت جوڳو ناهي.

(2) هن اجلاس جي حتمي راءِ هيءَ آهي ته 18 آڪٽوبر 1939ع تي جيڪو اعلان وائسراءِ حڪومت طرفان ڪيو، اهو ان حد تائين اطمينان بخش آهي ته جنهن مسلڪ ۽ منصوبي تي گورنمينٽ آف انڊيا ايڪٽ 1935ع مبني آهي، ان تي هندستان جي مختلف جماعتن، مفادن ۽ فرضن جي مشورن سان ٻيهر غور ڪرڻ جو يقين ڏياريو ويو آهي، پر هندستاني مسلمان ان وقت تائين مطمئن نه ٿيندو، جيستائين پوري آئيني منصوبي تي نئين سر غور نه ڪيو وڃي ۽ ڪو نئون منصوبو مسلمانن لاءِ قبوليت جوڳو نه هوندو، جيستائين اهو انهن جي رضامنديءَ ۽ منظوريءَ سان ترتيب نه ڏنو وڃي.


سر عبدالله هارون

(3) طئي ڪيو ويو ته آل انڊيا مسلم ليگ جي اجلاس جي هي گڏيل راءِ آهي ته ڪو به آئيني منصوبو ايستائين هن ملڪ ۾ عمل ۽ مسلمانن لاءِ قبوليت جوڳو به هوندو، جيستائين هنن بنيادي اصولن تي نه جوڙيو وڃي. يعني جاگرافيائي طور تي لاڳاپيل وحدتن جي حد بندي اهڙن خطن ۾ ڪئي وڃي (مناسب علائقائي ڦير ڦار سان گڏ) ته جن علائقن ۾ مسلمانن جي اڪثريت آهي، مثلاً: هندستان جي اترئين، اولاهين ۽ ڏاکڻين حصي جي جوڙجڪ اهڙي "آزاد رياستن" جي صورت ۾ ڪئي وڃي، جنهن ۾ شامل وحدتون خودمختيار ۽ حاڪميت جو حق رکندڙ هجن. انهن وحدتن ۽ خطن ۾ اقليتن جي مذهبي، ثقافتي، معاشي، سياسي، انتظامي ۽ ٻين حقن ۽ مفادن جو مناسب ۽ موثر تحفظ ۽ انهن جي مشوري سان آئين ۾ وضاحت سان ڪيو وڃي ۽ هندستان جي ٻين حصن ۾ جتي مسلمان اقليت ۾ آهن، انهن جي ۽ ٻين اقليتن جي مذهبي، معاشي، سياسي، انتظامي ۽ ٻين حقن ۽ مفادن جو مناسب، موثر ۽ حڪمي تحفظ انهن جي مشوري سان ۽ آئين ۾ وضاحت سان ڪيو وڃي. وڌيڪ اهو ته هي اجلاس مجلس عاملہ کي اهو اختيار ڏئي ٿو ته هو انهن بنيادي اصولن مطابق آئين جو هڪ اهڙو منصوبو مرتب ڪن. جنهن جي روشنيءَ ۾ ذڪر ڪيل علائقن کي ڪل اختيار حاصل ٿي وڃن. مثلاً: دفاع، پرڏيهي معاملا، ڳانڍاپي جا وسيلا، ڍل ۽ اهڙا ٻيا معاملا جيڪي ضروري سمجهيا وڃن."

قرارداد لاهور جي محرڪن ۽ تائيد ڪندڙن جي تقريرن ۾ "پاڪستان" جو لفظ نه استعمال نه ڪيو ويو هو ها باقي امجدي بيگم (مولانا محمد علي جوهر جي گهري واري) پنهنجي تقرير ۾ ان کي "قرار دادِ پاڪستان" چيو. اهو به ان جي ڪري ته چوڌري رحمت علي جي ڪوشش سان لفظ "پاڪستان" مشهور ٿي چڪو هو پر ڪانگريس جي هندو پريس هن لفظ کي طنزيه طور تي ايترو ته اڀاريو، جو هي لفظ ازخود هر ماڻهوءَ جي زبان تي اچي ويو.

پاڪستان جي آزاديءَ واري تحريڪ پٺيان متي ڏنل پس منظر جو عمل دخل آهي. 1940ع جي اجلاس ۾ قائداعظم صدارتي تقرير ڪندي چيو هو ته "مون کي سمجهه ۾ نه ٿو اچي ته اسان جا هندو دوست، اسلام ۽ هندومت جي فرق جي نوعيت کي سمجهڻ کان لاچار ڇو آهن. اسلام ۽

هندو رڳو مذهب ناهن، پر حقيقت ۾ ڌار معاشرتي نظام آهن. اهو ٺلهو خواب آهي ته هندو ۽ مسلمان گڏجي هڪ گڏيل قوميت تخليق ڪري سگهن ٿا. جناح صاحب وڌيڪ چيو ته گڏيل هندوستاني قوم جو غلط تصور حد کان وڌي ويو آهي. اها ئي اسان جي ڪيترين ئي ڏکيائين ۽ مسئلن جي اصل پاڙ آهي. جيڪڏهن اسان پنهنجي تصورن جي وقتائتي اصلاح نه ڪئي ته هندستان تباهه ٿي ويندو ۽ مسلمان مختلف مذهبن، فلسفن، معاشرتي نظامن سان واسطو رکن ٿا. جن جو بنياد اهڙن فڪرن ۽ تصورن تي پيل آهي، جيڪي هڪٻئي جي ضد ۾ آهن. انهن جي زندگيءَ جو نظريو مختلف آهي. اها هڪ واضح حقيقت آهي ته هندو ۽ مسلمان پنهنجون، پنهنجون تمنائون ۽ احساس مختلف رکن ٿا. انهن جا ڪتاب مختلف، آدرشي ڪردار مختلف، ۽ ڪهاڻيون مختلف آهن. اڪثر ڪري هڪ قوم جو هيرو، ٻي قوم جو دشمن هوندو آهي، هڪ قوم جي فتح، ٻي قوم جي شڪست هوندي آهي. اهڙين ٻن جدا قومن کي رياست تحت زبردستي گڏ ڪرڻ سان جڏهن ته عددي لحاظ کان اقليت ۽ اڪثريت جو ٻه وڏو فرق آهي، لازمي طور تي بي اطميناني پيدا ٿيندي ۽ هر اهو آئيني ڍانچو نيٺ تباهه ٿي ويندو، جيڪو اهڙي رياست لاءِ ٺاهيو ويندو."

**سنڌ اسيمبليءَ ۾ "قرارداد پاڪستان" جي منظوري:** 3 مارچ 1943ع تي سنڌ جي قانون ساز اسيمبليءَ پاڪستان جو ٺهراءُ منظور ڪيو. جيڪو


جي. ايم. سيد

محترم جي. ايم. سيد پيش ڪيو هو. ان اجلاس ۾ جيڪي ميمبر شريڪ ٿيا هئا انهن ۾: شيخ عبدالمجيد، آڪجي رتنسنگ سوڍو، علي گوهر خان مهر، الله بخش خداداد خان گبول، الله داد خان، امام بخش خان ٽالپر، امير علي ٺارو خان لاهوري، ارباب توڳاچي، مير محمد ٽالپر، بنده علي خان ٽالپر، ڏيئل مل دولترام، غلام علي خان ٽالپر، غلام الله خان مير، غلام حسين هدايت الله، غلام محمد اسراڻ، غلام مرتضيٰ شاهه، غلام النبي شاهه، گوبند رام پريتم داس، گوڪلداس ميولداس، هيمنداس روپچند واڌواڻي، هوسيڪ ليفٽيننٽ ڪرنل ڊبليو بي، هوتچند هيرانند، پيرالاهي بخش، جان محمد جوڻيجو جينو ٻائي جي. الانا، قيصر خان، غلام محمد خان، لولومل ريواچند، ماهن ڪرنل ايچ جي، سيد محمد علي شاهه، محمد ايوب کهڙو، محمد هاشم گزدر، نواب غيبي خان چانڊيو، محمد عثمان سومرو، محمد يوسف خان چانڊيو، نهچلداس چتومل وزيراڻي، سيد نور محمد شاهه، پرتاب راءِ، خير سکداس، رسول بخش خان انڙ، شمس بارڪزئي ۽ سهراب خان سرڪي شامل هئا. ڪارروائي جي شروع ۾ اسيمبليءَ جي ميمبرن واسطيدار وزيرن کان صوبائي مسئلن بابت سوال پڇيا، جن جا هنن جواب ڏنا. سائين جي. ايم. سيد اسپيڪر جي اجازت سان پاڪستان جو ٺهراءُ پيش ڪندي چيو ته: "هي ايوان سرڪار کي سفارش ڪري ٿو ته هز ايڪسيلينسي وائسراءِ جي معرفت، هز مئجسٽي جي سرڪار تائين هن صوبي جي مسلمانن جون خواهشون پهچايون وڃن ته جيئن ته هندستان جا مسلمان هڪ جدا قوم آهن، جن جو مذهب، فلسفو، سماجي رسمون، ادب، روايتون، سياسي ۽ اقتصادي نظريا به مختلف آهن، جيڪي هندن کان بلڪل علحده آهن، تنهنڪري کين حق پهچي ٿو ته هڪ قوم ٿي رهن؛ جن جون پنهنجون آزاد قومي رياستون هجن، جيڪي هندستان جي نندي ڪنڊ جي انهن علائقن مان ٺاهيون وڃن، جتي اهي (مسلمان) اڪثريت ۾ آهن. تنهنڪري اهي پرزور اعلان ٿا ڪن ته کين


شيخ عبدالمجيد سنڌي

اهڙو ڪوبه آئين قبول نه هوندو، جيڪو مسلمانن کي هڪ اهڙي مرڪزي حڪومت هيٺ رکي، جنهن تي ٻيا قابض هجن ۽ جيئن ته ايندڙ وقت ۾ کين پنهنجن اصولن مطابق آزاديءَ سان پنهنجو ڪردار ادا ڪرڻو پوندو؛ تنهنڪري هنن لاءِ ضروري آهي ته سندن پنهنجون آزاد قومي رياستون هجن ۽ اهڙي


ميران محمد شاهه

ريت جيڪڏهن هندستان جي مسلمانن کي هڪ مرڪزي حڪومت جي رعيت ڪري رکيو ويو ته ان جي ڪري خوفناڪ ۽ ڏکين نتيجن واري گهرو جنگ يقيني آهي." ان ٺهراءَ جي 24 ميمبرن حمايت ڪئي، جڏهن ته صرف ٽن مخالفت. جن ميمبرن مخالفت ڪئي انهن ۾ راءِ گوڪلداس ميولداس، ڊاڪٽر هيمنداس آر. واڌواڻي ۽ مسٽر لولومل آر. موٽواڻي شامل هئا.

**تحريڪِ پاڪستان ۾ سنڌ جو حصو:** پاڪستان جي قيام جي جدوجهد ۾ سنڌ جيڪو بنيادي، اهم ۽ تاريخي ڪردار ادا ڪيو آهي، ان جي اهميت ۽ افاديت کان انڪار نٿو ڪري سگهجي. اها حقيقت آهي ته پاڪستان جي اصلي خالق سنڌ ئي آهي. اصل ۾ هندن جا انتها پسند رويا ڏسي سنڌ جي مسلمانن محسوس ڪيو ته هندو ڪڏهن به سندن خيرخواهه نه ٿي سگهندا، انهيءَ ڪري مسلمانن جي هڪ مضبوط جماعت ۽ قيادت جي سخت ضرورت محسوس ڪئي وئي. انهيءَ نقطِ نگاهه کان هنن پنهنجي ڀلائي ۽


قائداعظم 1946ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جي ميمبرن سان گڏ

بهتري مسلم ليگ سان وابستگي ۾ ئي سمجهي، اهو ئي سبب آهي جو سنڌ جي مسلمان ليڊرن جي ڪوشش سان اپريل ۽ مئي 1938ع ۾ سنڌ جي صوبائي مسلم ليگ جو قيام عمل ۾ آيو. هن شاخ جو صدر شيخ عبدالمجيد سنڌي هو، جيڪو بمبئي وڃي قائداعظم سان مليو، اجازت وٺي آيو. شاخ قائم ٿيڻ ڪانپوءِ سنڌ جي مختلف شهرن ۾ جلسا ٿيڻ لڳا. 10، 11 ۽ 12 آڪٽوبر 1938ع تي سنڌ مسلم ليگ پاران ڪراچيءَ ۾ هڪ وڏي ڪانفرنس ڪوٺائي وئي، جنهن جي صدارت قائداعظم ڪئي. ان ڪانفرنس کي پوءِ "ڪراچي ڪانفرنس" ڪوٺيو ويو. ڪانفرنس ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ

هڪ ٺهراءُ پاس ڪيو. جنهن ۾ واضح طور مطالبو ڪيو ويو ته جن صوبن ۾ مسلمانن جي اڪثريت آهي. اتي مسلمانن جي حڪومت ٺاهي وڃي، ته جيئن ٻئي قومون جدا جدا آزاد حڪومتون قائم ڪري سگهن. ان ٺهراءَ جو پس منظر بيان ڪندي پير علي محمد راشديءَ لکيو آهي ته: "مون حاجي صاحب (عبدالله هارون) کان پڇيو ته ان مسئلي (مسلمانن جي حقن) جو مستقل حل اوهان جي نظر ۾ ڪهڙو آهي؟" فرمايائين ته: "حل ٻيو ڪهڙو آهي؟ سواءِ ان جي ته هندوستان کي ورهائي ان جا ٻه حصا ڪجن ۽ اهي علائقا جن ۾ مسلمانن جي اڪثريت آهي. مسلمانن جي حوالي ڪيا وڃن." انهن ئي جذبن ۽ ارادن ماتحت ڪراچي ڪانفرنس جي مهتمم سيٺ حاجي عبدالله هارون. ڪراچي ڪانفرنس جي اجلاس ۾ استقبالي خطبي ۾ چيو هو ته: "اسان اڳ ۾ ئي ان منزل تي پهچي چڪا آهيون. جتان اسان جا رستا جدا جدا ٿي وڃن ٿا ۽ جيڪڏهن اسان جو (حق ۽ مطالبن جو) مسئلو حل نه ٿو ڪيو وڃي ته دنيا جي ڪا به طاقت هندستان کي "هندو هندستان" ۽ "مسلم هندستان" ۾ ڪٽجي، ورهائجي وڃڻ ۽ ٻن جدا جدا فيڊريشنن هيٺ رهڻ کان روڪي ڪانه سگهندي."

ان ڪانفرنس ۾ قائداعظم يادگار تقرير ۾ چيو ته: "مون کي يقين آهي ته سنڌ صوبو هندوستان جي مسلمانن لاءِ هڪ نمونو ٿيندو، ڇاڪاڻ ته هتي جي مسلمانن وڏي بيداريءَ جو ثبوت ڏنو آهي. سنڌ کي جدا صوبي بنائڻ لاءِ مسلم ليگ جيڪي ڪوششون ورتيون، انهن کان اوهان باخبر آهيو جيڪڏهن اوهان پنهنجا اختيار استعمال ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وڃو ته اوهان جي صوبي جي مسلم ليگ کي حڪومت جي واڳن سنڀالڻ کان ڪا به طاقت روڪي نه ٿي سگهي. 1925ع جي ائڪٽ ۾ ڪيترين ئي ڳالهين اعتراض جوڳيون آهن. ان هوندي به سنڌ جي ماڻهن لاءِ خاص طرح سان مسلمانن جي اقتصادي، اخلاقي، تعليمي ۽ سياسي سجاڳيءَ جي لحاظ کان ان مان فائدي حاصل ڪرڻ لاءِ ان کي استعمال ڪرڻ ضروري آهي." هن ڪانفرنس تمام گهڻي ڪامياب وئي ۽ هن ئي ڪانفرنس ۾ هندستان جي ورهاڱي جو بنياد رکيو ويو. ان ڪانفرنس پاڪستان حاصل ڪرڻ واري فضا تيار ٿيڻ لڳي ۽ جدوجهد شروع ٿي وئي. 27 نومبر 1938ع تي سنڌ مسلم ليگ جي عهديدارن جي باقاعدي چونڊ ٿي ۽ سر حاجي عبدالله هارون صدر ٿيو ۽ جدوجهد مختلف مرحلا طئي ڪندي نيٺ ساپيان ٿي. آخرڪار طويل جدوجهد کان پوءِ 14 آگسٽ 1947ع تي پاڪستان جو وجود عمل ۾ آيو. (وڌيڪ ڏسو: پاڪستان)

**تحريڪ پاڪستان** (ڪتاب): هي ڪتاب غلام اصغر ونڌير جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 166 صفحا آهن ۽ قيمت ٻه رپيا پنجاهه پئسا رکيل آهي. ڇاپو پهريون. عجائب اسٽور سکر. سنڌ پريس، مان سال 1971ع ۾ ڇپيو.

**تحريڪ خلافت**: پهرين عالمي جنگ کان پوءِ هندستان جي مسلمانن جي هيءَ تحريڪ خلافت عثمانيه ۽ ترڪن جي حمايت ۾، ۽ حڪومت برطانيه جي خلاف شروع ٿي هئي. عالمي جنگ ۾ ترڪيءَ، جرمنيءَ جو ساٿ ڏنو هو وارسا جي ٺاهه کان پوءِ اتحادين، ترڪيءَ سان "سيوري" جي هنڌ تي هڪ ٺاهه ڪيو. جنهن ٺاهه جا شرط تمام سخت هئا. برطانيه ۽ فرانس، ترڪيءَ کي مختلف حصن ۾ تقسيم ڪري ڇڏيو هو. "رولٽ ائڪٽ" جي ڪري ماڻهن ۾ اڳ ئي اشتعال هو. مٿان وري "سيوري معاهدي" ٻرنديءَ تي تيل جو ڪم ڏنو سڄي هندستان ۾ خلافت جي بچاءَ جي هي تحريڪ تمام جلدي پکڙجي وئي. هن تحريڪ ۾ مولانا محمد علي، مولانا شوڪت علي، مولانا ظفر علي خان، مولانا ابوالڪلام آزاد، حڪيم اجمل خان، ڊاڪٽر مختيار احمد انصاري ۽ مولانا حسرت موهانيءَ جهڙا قابل ماڻهو شامل هئا.

خلافت تحريڪ مسلمانن کي نه صرف متحد ڪيو پر منجهن جوش به پيدا ڪيو. ان وقت انڊين نيشنل ڪانگريس، برطانيه جي حڪومت خلاف "ترڪ موالات" تحريڪ (تحريڪ عدم تعاون) شروع ڪئي هئي. مسلمان، هندو ۽ ٻيا ڪيترائي گروپ ڪانگريس جي جهنڊي هيٺ گڏ ٿي ويا هئا. تحريڪ خلافت ۽ ترڪ موالات تحريڪ پاڻ ۾ اتحاد ڪيو. مسلمانن قانون ساز ڪائونسلن ۽ سرڪاري نوڪرين جو بائيڪاٽ ڪيو. مسلم يونيورسٽيءَ علي ڳڙهه جي مقابلي ۾ "جامعه مليه" جو بنياد رکيو ويو.


مولانا ابوالڪلام

مسلمانن جي وڏي تعداد پاڻ کي گرفتارين لاءِ پيش ڪيو. گهڻن مسلمانن پنهنجون ملڪيتون وڪڻي، افغانستان طرف هجرت ڪئي. مالابار جي موپلن، انگريز حڪومت خلاف بغاوت ڪئي ۽ بهادريءَ سان وڙهندي ڪيترائي ماريا ويا. هندستان ۾ خلافت جي تحريڪ، حڪومت برطانيه جا بنياد لوڏي ڇڏيا. سنڌ به هن تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتو. هجرت تحريڪ ۾ سنڌ مان رئيس المهاجرين جان محمد جوڻيجي ۽ ٻين جي اڳواڻيءَ ۾ قافلا افغانستان ويا. خلافت تحريڪ ۾ مولانا محمد صادق کڏي واري، مولانا دين محمد وفائي، مولوي عبدالڪريم چشتي، پير تراب علي شاهه راشدي ۽ ٻين تمام ڀرپور حصو ورتو. جميعت الانصار ۾ شامل ٿي، مولانا محمد صادق کڏي واري ڀرپور جدوجهد ڪئي.


مولانا حسرت موهاني

هن ترڪن خلاف انگريزن جي فوج ۾ ڀرتيءَ خلاف فتويٰ ڏني ته ترڪن سان لڙڻ ڪُفر جي برابر آهي. مولانا جي هن فتويٰ ۽ ٻين عالمن جي پُٺڀرائيءَ بلوچستان ۾ خاص اثر پيدا ڪيو. جنهنڪري سردار نورالدين مينگل جي اڳواڻيءَ ۾ انگريزن خلاف بغاوت شروع ٿي. ان ڪري بلوچستان ۾ انگريزي لشڪر ۾ ڀرتي روڪجي وئي. نتيجي طور ترڪن جي گهيري هيٺ آيل انگريز جرنل ٽائون شيڊ کي وقت سِر مدد نه ملي ۽ کيس مجبورن ترڪن آڏو جهُڪڻو پيو.

جميعت الانصار جي سرگرمين کي روڪڻ لاءِ برٽش سرڪار سخت قسم ڪنيا. شيخ الهند محمود الحسن ۽ مولانا حسين احمد مدنيءَ کي حج تان گرفتار ڪري، مالٽا ۾ قيد رکيو. مولانا محمد صادق کڏي واري کي ڇئن سالن تائين ڪار وار جيل ۾ رکيو ويو. مولانا عبيدالله سنڌي، شيخ محمد ابراهيم ۽ مولوي عبدالله لغاري سانگهڙ واري سان گڏ هجرت ڪري افغانستان ويو. جيل مان آزاد ٿيڻ بعد مولانا محمد صادق کڏي وارو آل انڊيا خلافت ڪاميٽي جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ جو ميمبر ٿي ڪم ڪرڻ لڳو. 1920ع ۾ مولانا کي ڪراچي خلافت ڪانفرنس، مرحبائي ڪميٽيءَ جو صدر چونڊيو ويو. هُو خلافت ڪميٽيءَ ۾ ڪڏهن صدر، ڪڏهن نائب صدر ٿي رهيو. اهڙي طرح مولوي محمد معاذ نواب شاهه واري جو به خلافت تحريڪ ۾ ڪافي حصو آهي. مولوي عبدالڪريم چشتي جو به خلافت تحريڪ ۾ اهم حصو آهي ۽ ان سلسلي ۾ ڪيترا ڀيرا جيل ۾ ويو. مولانا دين محمد وفائي جو خلافت تحريڪ ۾ وڏو حصو آهي. جڏهن فيض الڪريم موري واري ترڪيءَ جي خليفي جي خلاف شريف مڪه جي فائدي ۾ هڪ رسالو 'تحقيقة الخلافة' لکي، ڪيترن عالمن ۽ پيرن کان صحيحون

وٺرايون. تہ ان جي رد ۾ مولانا تاج محمود امروٽيءَ جي نظرداريءَ هيٺ مولانا وفائي رسالو 'اظهارالڪرامت' لکي تيار ڪيو. جيڪو 7 کان 9 فيبروري 1920ع تي لاڙڪاڻي ۾ منعقد ٿيل خلافت ڪانفرنس جي موقعي تي ڇپائي ورهايو ويو. مارچ 1920ع کان الوحيد اخبار ۾ اسسٽنٽ ايڊيٽر جي حيثيت ۾ هن خلافت تحريڪ جي حمايت ۾ گهڻو ڪجهہ لکيو. 17 مارچ 1920ع تي سائين جي. ايم. سيد ننڍيءَ ڄمار ۾ سن ۾ خلافت ڪانفرنس سڏائي هئي، جنهن ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌي ۽ ٻين عالمن شرڪت ڪئي هئي. شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ کي خلافت هلچل ۾ حصي وٺڻ تي ٻن سالن جي سزا ڏني وئي. اهڙي طرح سنڌ جي عالمن خلافت تحريڪ ۾ تمام وڏو ڪردار ادا ڪيو، جنهن تي ڊار لکڻ جي ضرورت آهي.

جڏهن 1924ع ۾ ترڪيءَ جي انقلابي اڳواڻ مصطفيٰ ڪمال پاشا، خلافت عثمانيہ کي ئي ختم ڪري ڇڏيو، تڏهن هندستان ۾ خلاف عثمانيہ سان همدرديءَ واريون تحريڪون، خلافت تحريڪ سميت ختم ٿي ويون.

**تحريڪ ريشمي رومال:** جڏهن برطانيہ ۽ فرانس، خلافت عثمانيہ (ترڪي) کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو ۽ ان کي تباهہ ڪرڻ لاءِ، طرابلس ۽ بلقان ۾ جنگ شروع ڪئي تہ برصغير جي وڏي عالم شيخ الهند مولانا محمودالحسن ان ڳالهہ جو سخت نوٽيس ورتو. جڏهن ترڪ پهرين مهاڀاري لڙائيءَ ۾ شريڪ ٿيا، تہ مولانا محمود الحسن، مولانا عبيدالله سنڌيءَ کي ڪابل موڪليو تہ جيئن اُتان جا حاڪم ۽ دانشور جرمنيءَ ۽ ترڪيءَ جي سفارتخانن سان رابطو پيدا ڪن ۽ اهڙو منصوبو ناهين، جنهن سان ترڪيءَ جي سلطنت جو بچاءُ ٿي سگهي، گڏوگڏ هندستان جي آزاديءَ جي تحريڪ کي بہ هٿي ملي. ان مقصد لاءِ سنڌ مان حاجي عبدالله هارون مالي مدد ڪئي. شيخ الهند خود بہ حجاز وڃڻ جو خواهشمند هو تہ جيئن اُتي رهي آزاديءَ سان ڪم ڪري سگهي، پر مولانا آزاد ڪيس مشورو ڏنو تہ هندستان ۾ ويهي ڪم ڪيو وڃي ۽ نظربنديءَ وغيره جي نوبت اچي تہ خوشيءَ سان قبول ڪجي، چوتہ ٻاهر وڃڻ سان ڪو ڪڙ تيل نہ نڪرندو. بهرحال مولانا عبيدالله سنڌيءَ ڪابل وڃي جيڪي حالتون ڏٺيون، سي "ريشمي رومال" تي لکي، اهو رومال پنهنجي ملازم هٿان ٻن مهاجر نوجوانن سان گڏ هندستان موڪلي ڏنو. اُهو ملازم پنهنجي پهرئين مالڪ خانبهادر حق نواز خان وٽ پُهتو جيڪو سر مائيڪل اوڊائر (جليانوالا باغ واقعي جي قاتل ۽ ملتان جي ڪمشنر) جو خاص دوست ۽ ٻنهي مهاجر نوجوانن جو پيءُ هو. حق نواز خان ملازم کان اهو رومال هٿ ڪيو، لالچ ۾ اچي اهو رومال ملتان جي ڪمشنر کي پهچائي ڇڏيو ۽ ائين هن تحريڪ جو راز کلي پيو. انگريز ڪمشنر پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي تہ "سازش جو منصوبو هيءُ هو تہ ترڪ ۽ عرب، شريف حسين مڪ جي قيادت ۾، سرحد تي حملو ڪن، ۽ اندران اندر هندستان جا مسلمان انهن کي مدد ڏين ڪين اميد هئي تہ انقلاب پسند هندو ۽ ٻيا آمريڪا مان آيل سِک هن تحريڪ ۾ شامل ٿي ويندا."


مولانا عبيدالله سنڌي

ريشمي رومال شيخ الهند تائين پهچي نہ سگهيو، چوتہ پاڻ اڳ ۾ ئي حجاز وڃي چڪو هو. رومال تي لکيل اهو خط، فارسي ٻوليءَ ۾ هو ۽ اُن تي 9 جولاءِ 1916ع جي تاريخ لکيل هئي. اُن خط ۾ اهو بہ ڄاڻايل هو تہ ترڪيءَ ۽ جرمنيءَ جو وفد ڪابل آيل هو جيڪو واپس هليو ويو آهي. ڪابل ۾ "آزادِ هند" عارضي حڪومت ناهي وئي آهي، جنهن جو صدر راجا مهندر پرتاب کي بنايو ويو آهي. هن خط ۾ "حزب الله" تيار ڪرڻ جو هڪ منصوبو بہ درج هو.

جون 1916ع ۾ مڪي جي واليءَ "شريف حسين"، انگريزن جو ساٿاري ٿي ترڪن خلافت بغاوت ڪئي، جنهنڪري مسلم اُمت ٻن حصن ۾ ورهائجي وئي. هن ڏکئي وقت ۾ مڪي جي شريف حسين جي بغاوت، خلافت عثمانيہ (ترڪي) کي ختم ڪرڻ جو سبب بڻي. شيخ الهند محمودالحسن ۽ ٻين هندستاني شخصيتن کي مڪي جي والي شريف حسين گرفتار ڪرائي، انگريزن جي حوالي ڪيو سڄي هندستان ۾ گرفتاريون ٿيون. شيخ الهند پهرين مصر ۽ اُن بعد مالٽا ۾ نظربند رهيو. ۽ تاريخ ۾ "اسير مالٽا" جي نالي سان مشهور ٿيو جنگ جي خاتمي تي کيس آزاد ڪيو ويو.

**تحريڪ مهدوي:** سيد ميران محمد مهدوي، ڄام نظام الدين سمي جي دؤر ۾ سنڌ ۾ آيو (سن 906-907هہ) ۽ مهدوي تحريڪ جي تبليغ ڪرڻ لڳو. سيد محمد مهدوي جونپوري، جيسلمير واري رستي کان سنڌ جي قديم شهر نصرپور ۾ پهتو ۽ اتان پوءِ سنڌ جي تختگاهہ ٺٽي ۾ وارد ٿيو. مير علي شير قانع ٺٽويءَ جو بيان آهي تہ سيد محمد جونپوري ٺٽي ۾ مڪليءَ جي ٽڪريءَ تي سلطان سامئہ جي خانقاهہ ۾ اچي لٿو هو ۽ ٺٽي ۾ پورا ارڙهن مهينا گذاريائين. ٺٽي جي رهائش واري زماني ۾ ٺٽي شهر ۽ سنڌ جي ٻين جدا جدا هنڌن جا ڪيترا وڏا عالم سندس معتقد ۽ مريد ٿيا. سنڌ ۾ بہ مهدوي جونپوريءَ جي خلاف غل ۽ شور مچي ويو. وقت جي وڏن عالمن سندس خلاف ڪفر ۽ قتل جون فتوائون ڏنيون. شيخ صدرالدين مفتي، دريا خان (ڄام سمي جو وزيراعظم) سنڌ جو صوفي شاعر قاضي قاضن، مولوي ميان شاهين مرزا بڪري، شيخ الياس، پير آسات، شيخ جهنبو پاٽني، قاضي محمد آچي جعفري، ميان ابوبڪر بکري ۽ سيد مبارڪ شاهہ سندس مريدن جي حلقي ۾ شامل ٿيا.

ٺٽي جي مشهور رضوي ساداتن جو جدامجد سيد محمد يوسف بکري، سيد مبارڪ شاهہ جو مريد ٿي مهدوي حلقي ۾ داخل ٿيو ۽ ڪانئس پوءِ سندس اولاد بہ ان عقيدي تي قائم رهيو. سنڌ جي اڪثر محققن جي قول موجب تہ سيد محمد مهدوي جونپوري سنڌ ۾ رهڻ واري وقت هڪ دفعي جهوڪ ۾ آيو. تنهنڪري انهيءَ مناسبت سان ان تي "ميران پور" جو نالو پيو.

سنڌ جي عظيم سپوت دولهہ درخان جي دوستن مان سنڌ جي وڏي عالم ۽ اهل الله مخدوم بلال جي خليفي سيد حيدرسنائي، مهدويءَ جي خلاف قتل جي فتويٰ ڏني هئي. انهيءَ فتويٰ جي ضد ۾ مهدوي جونپوريءَ جي سنڌي مريدن مان شيخ محمد اُچي جعفريءَ دليلن جي ذريعي پنهنجي مرشد مهدويءَ جي حق ۾ ثابتيون پيش ڪيون هيون. سنڌ جي حاڪم ڄام نظام الدين دريا خان جي مشوري تي مهدوي جونپوريءَ کي ٺٽي ۽ سنڌ مان نڪري وڃڻ جو حڪم ڏنو هو. نيٺ مهدوي جونپوريءَ مجبور ٿي سنڌ کي ڇڏيو ۽ خراسان جي طرف روانو ٿيو. جتي فرح ۾ وفات ڪيائين.

سيد ميران محمد جونپوريءَ جي وفات کانپوءِ بہ ان تحريڪ جو اثر باقي قائم رهيو هند ۽ سنڌ ۾ وڏا وڏا عالم هن تحريڪ جا مبلغ ۽ مريد ٿي گذريا آهن. شيخ ابوبڪر جتوئي بکري ۽ سندس خليفي شيخ لنگراچ کان ڪلهوڙن مان ميان آدم شاهہ ڪلهوڙي فيض ورتو هو بکري تعلقي ڏوڪري، هٽڙيءَ شهر ۾ آدم شاهہ ڪلهوڙي پنهنجو "دائرو" قائم ڪيو هو ۽ ابڙا قوم سندس مريدي اختيار ڪئي هئي. اڪبر اعظم جي سپہ سالار عبدالرحيم خانخانان جڏهن سنڌ تي حملو ڪيو هو. تڏهن هن آدم شاهہ ڪلهوڙي ۽ سندس فقراءِ

جي لنگر خرچ لاءِ چانڊڪي جو پرڳڻو حوالي ڪيو هو. سنڌ ۾ ڪلهوڙن جي اها اوائلي تحريڪ درويشائي هئي. پر پوءِ اڳتي هلي هنن حيدرآباد دکن جي مهدوين وانگر سياسي رنگ ورتو ۽ نيٺ ڪلهوڙا فقيريءَ مان بدلجي بادشاهيءَ جي مسند تي ويٺا. سنڌي بزرگ، عالم ۽ درويش، جن مهدوي عقيدو اختيار ڪيو هو، تن جو اسان هت مختصر تذڪرو ڪريون ٿا:

1.**شيخ صدرالدين مفتي:** شيخ صدرالدين ٺٽوي وڏو عالم، پرهيزگار ۽ بلند پايي جو بزرگ ٿي گذريو آهي. ٺٽي ننگر ۾ هزارين سندس معتقد ۽ شاگرد هئا. سيد ميران محمد جونپوريءَ جو شروع ۾ سخت مخالف هو، پر پوءِ مهدوي جونپوريءَ سان ملاقات ڪرڻ ڪانپوءِ سندس سعادتمند مريد بڻيو. شيخ صاحب جي زندگيءَ جو وڌيڪ ڪوبہ احوال ڪونہ ٿو ملي سگهي.

2.**سيد ڪمال الله:** سيد ميران محمد جونپوريءَ جو مريد ۽ پوٽاڻ مان هو. مير علي شير "قانع" لکي ٿو تہ جڏهن سيد ڪمال الله چائو هو تہ سيد صاحب ڏسي پڇيو تہ هن ڇوڪر جو نالو ڇا آهي؟ ڪيس ٻڌايو ويو تہ هن جو نالو "لالن" آهي. ان تي سيد جونپوريءَ فرمايو تہ لالن پالڪيءَ ۾ ويهندو، يعني پنهنجي دؤر جو وڏو عابد، زاهد ۽ متبحر عالم ٿيندو. واقعي ائين ٿيو. مير ڪمال الله منڇر واري علائقي ۾ رهندو هو. سندس پٽ عبدالحليم پڻ نالي وارو عالم ٿي گذريو آهي ۽ هو بہ پنهنجي پيءُ وانگر مهدوي طريقي تي ڪاربند هو.

3.**سيد محمد يوسف رضوي:** سيد محمد يوسف بن مير محمد جادم بکري پنهنجي دؤر جو وڏو عالم، اهل الله ۽ صاحبِ ڪمال بزرگ ٿي گذريو آهي. سندس وڏا سنڌ جي قديم شهر بکر جا رضوي سادات هئا. شيخ مبارڪ کان روحاني منزلون طئي ڪيون هئائين ۽ شيخ دانيال، جيڪو شيخ مبارڪ جو مرشد هو، تنهن کان بہ روحاني فيض ۽ تربيت حاصل ڪيائين. بکر مان هجرت ڪري اچي ٺٽي ۾ رهيو ۽ اڪثر اڪيلائي ۾ مڪليءَ جي ٽڪريءَ تي گذاريندو هو ۽ سلطان سامٽيہ جي خانقاهہ جي پرسان رهندو هو. سيد محمد جونپوري انهيءَ خانقاهہ ۾ اچي لٿو هو. مهدوي عقيدو اختيار ڪيائين. سيد محمد يوسف شعر بہ چوندو هو. سندس مزار مڪليءَ جي ٽڪريءَ تي جي جاءِ آهي.

4.**قاضي قاضن:** قاضي قاضن ولد قاضي محمد قاسم سيوهڻ جو مشهور صوفي بزرگ، عالم ۽ سنڌي زبان جو شاعر ٿي گذريو آهي. هو قاضي ابوالخير بکريءَ جي اولاد مان هو. قاضي قاضن وڏو حافظ، قاري، فقيہ، محدث، مفسر ۽ تصوف جي علمن ڪي چڱيءَ طرح ڄاڻيندو هو. سيد محمد مهدوي جونپوريءَ جو مريد ٿيو. تنهنڪري ظاهري شرع جا عالم مٿس ٺوڪون ڪندا هئا. سنہ 958هہ/1551ع ۾ وفات ڪيائين.

5.**قاضي شيخ محمد اُچي جعفري:** قاضي محمد اُچي پنهنجي وقت جو وڏو عالم، فاضل، حال ۽ قال جو صاحب ٿي گذريو آهي. هرات مان هجرت ڪري اُچ ۾ آيو. جام نظام الدين جي صاحبيءَ ۾ جڏهن سنڌ جي عالمن مهدوي جونپوريءَ جي خلاف ڪفر جي فتويٰ ڏني هئي، ان وقت قاضي صاحب سيد مهدوي جونپوريءَ جي تڪفير سان واسطو رکندڙ، عالمن جي دليلن کي رد ڪيو هو. ڇا لاءِ جو پاڻ خود حقيقت جو ڄاڻو هو. حال ۽ قال جي مقام کان واقف هو. سيد ميران محمد مهدوي جونپوريءَ جي توجهہ سان بزرگي ۽ ديني برتري سندس خاندان ۾ هميشہ رهي. سيد شڪر الله جي جاءِ تي ٺٽي جو قاضي مقرر ٿيو. مرزا عيسيٰ ترخان جي دؤر ۾ هن فاني جهان مان رحلت ڪيائين.

6.**پير آسات:** پير آسات مجذوب، سالڪ ۽ محبوب واصل، مخدوم عربي ڏياٽي هالائي جو پاءُ هو. سيد ميران محمد مهدويءَ جي خدمت ۾ رهي مريديءَ جو شرف حاصل ڪيائين. قديم مشائخن مان هو. سندس مزار مرجع عوام و خاص آهي.

7.**ميان ابوبڪر بکري:** ميان ابوبڪر بن مخدوم ابراهيم نقشبندي پنهنجي دؤر جو وڏو عالم هو ۽ درويش صفت بزرگ ٿي گذريو آهي. سيد مهدوي جونپوريءَ جو مريد ٿي فيض حاصل ڪيائين. سندس قبر مڪليءَ تي آهي ۽ عام جي زيارتگاهہ آهي.

8.**شيخ جهنڊو پاتڻي:** هي درويش سيد ميران محمد جونپوريءَ جو مريد ۽ عقيدتمند هو ڇو ن ٿا تہ جڏهن مهدوي جونپوري ٺٽو ڇڏي درياهہ رستي وڃي رهيو هو تہ ان وقت ڄام ننڍي جي اشاري تي ٻيڙي هلاڪت واري هنڌ پهتي، جتي جهنڊو پاتڻي اچي سهڙيو. سيد جي مدد ڪيائين ۽ فيضور ٿيو.

9.**دريا خان عرف قبوليو:** دريا خان جو اصل نالو قبوليو هو. ڄام نظام الدين جي وزير لکدير جو غلام هو. ڄام نظام الدين خوش ٿي کيس دريا خان جو لقب ڏئي بلند درجي تائين رسايو ۽ آخر ۾ مدارالمهام ۽ اميرالامراءُ ٿيو ۽ مبار خان لقب سان سرفراز ٿيو. سيد ميران مهدوي جونپوريءَ جي ٺٽي ۾ اچڻ تي ڄام، عالمن جي چوڻ تي ساڻس عقيدتمنديءَ سان پيش نہ آيو مگر دريا خان جي حڪمتِ عمليءَ سان ڪيس ٺٽي مان نڪرڻ جو حڪم مليو. دريا خان سنہ 927هہ ۾ شاهہ بيگ ارغون سان وڙهندي سنڌڙي تان سر قربان ڪيو ۽ مڪليءَ جي خاڪ ۾ پيوند ٿيو.

10.**ميان آدم شاهہ ڪلهوڙو:** ميان آدم شاهہ ولد ميان ڪڇن شاهہ. شيخ الياس لنگراج ۽ شيخ ابوبڪر جتوئيءَ جي ذريعي مهدوي عقيدو اختيار ڪيائين ۽ مهدوي جونپوريءَ جو پوئلڳ ٿيو.

11.**شيخ الياس لنگراج:** سيد ميران مهدوي جونپوريءَ جو مريد هو ۽ آدم شاهہ ڪلهوڙي ۽ خانخانان جي ملاقات وقت حاضر هو.

12.هي ڪمال جو درويش، سيد محمد جونپوريءَ جو مريد ۽ ڪانئس فيضياب ٿيو هن جي مزار مڪليءَ تي آهي. عوام و خاص جي زيارتگاهہ آهي.

**تحريڪ ميانوال:** ميان آدم شاهہ ڪلهوڙي جي هيءَ تحريڪ سنڌ ۾ 'ميان وال تحريڪ' جي نالي سان مشهور ٿي. هن تحريڪ جا ٻہ مقصد هئا. هڪ ماڻهن ۾ تزڪيہ نفس وسيلي اتحاد ۽ تنظيمي صلاحيتون پيدا ڪرڻ ۽ ٻيو قربانيءَ جي سکيا ڏيئي هڪ اهڙو گروهہ پيدا ڪرڻ، جيڪو اقتدار تي قبضو ڪري مغل راڄ جي بالادستيءَ جو خاتمو آڻي .ميان آدم شاهہ ڪلهوڙي پنهنجي هن نئين تحريڪ جو بنياد بلوچي عصبيت تي رکيو. جنهن ڪري بهاولپور، ملتان، اُچ، ديرا غازي خان، سبي ۽ گنڊا واهہ جا بلوچ قبيلا سندس مريد ٿيندا ويا.



آدم شاهہ ڪلهوڙي جو مقبرو

ھر تحريڪ ٻن گروھن ۾ ورھايل ھوندي آھي. جنھن کي صوفين جي زبان ۾ جمالي، جلالي ۽ جديد زبان ۾ انتھاپسند ۽ اعتدال پسند چئبو آھي. يعني ھڪڙا ڪارڪن جوشيلا ۽ جذباتي ھوندا آھن. جيڪي تحريڪ جي اصولن ۽ متن سان بيحد پيار ڪندا آھن. ان ڪري اھي ڪڏھن بہ پارٽيءَ جي اصولن ۾ نرمي قبول نہ ڪندا آھن. ٻيا وري ماحول ۽ حالتن مطابق مصلحت کان ڪم وٺي تحريڪ جي مقصدن کي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آھن. ان ڪري ھر تحريڪ اندر اھڙن ٻنھي گروھن جي وچ ۾ جيڪو نمايان فرق ھوندو آھي، تنھن کي قيادت مختلف نالا ڏيندي آھي. مثال طور: حر جماعت جي جوشيلن ۽ گرم ڌر جي ڪارڪنن کي 'فرقي' ۽ مصلحت پسندن کي (سالم) ڪري سڏبو آھي. ساڳئي طرح ميان آدم شاھ جا مريد ٻن گروھن ۾ ورھايل ھئا. ھڪڙن کي 'فقير' سڏيو ويندو ھو. جيڪي فل ٽائيم ورڪر ھوندا ھئا. پارٽيءَ جي پروپئگنڊا، تحريڪ اندر نون ڪارڪنن کي شامل ڪرڻ، پارٽي ليڊر جي شخصيت جو تاثر جوڙڻ ۽ تحريڪ جي مقصدن کي عوام تائين پھچائڻ جو ڪم ڪندا ھئا. ٻيو گروھ اھڙن مريدن جو ھو، جن جو ڪم ھو زمين خريد ڪرڻ، نوان ڳوٺ ٻڌڻ، تحريڪ لاءِ پئسو مھيا ڪرڻ ۽ جدوجھد دوران مقصد تحت پنھنجون خدمتون پيش ڪرڻ. ھن گروھ کي 'سرائي' چوندا ھئا، ڇاڪاڻ تہ اھڙن ڪارڪنن جو واسطو سنڌ جي سري، بھاولپور، ديرہ غازي خان ۽ سبي وغيرہ سان ھو. سندن زبان سرائيڪي ھئي، ان ڪري زبان جي بنياد تي کين 'سرائي' جو لقب مليو. مھدويت جي اصول مطابق ھجرت لازمي ھئي، ان ڪري سرائيڪي زبان جي ڳالھائيندڙ ڪارڪن پنھنجي مرشد سان وفاداريءَ جي سلسلي ۾ سنڌ ڏانھن ھجرتون ڪرڻ لڳا، انھيءَ لڏپلاڻ سبب نون آيل بي گھر ماڻھن جي آبادڪاريءَ لاءِ ميان آدم شاھ ڪلھوڙي کي وڌيڪ زمين ۽ پئسي جي ضرورت محسوس ٿي، جنھن ڪري ھن پروارن زميندارن جي زمينن تي قبضو ڪري ھت آيل زميون مريد ھارين ۾ ورھايون. جڏھن اھا شڪايت بکر سرڪار ملتان جي مغل گورنر کي ڪئي، جنھن ميان جي تحريڪ جي مقبوليت ۽ وڌندڙ طاقت کان ڊڄي کيس مارائي ڇڏيو.

ميان آدم شاھ ڪلھوڙي جي شھادت بعد سندس پٽ الياس محمد ۽ شاھل محمد سندس تحريڪ کي جاري رکيو نتيجي ۾ ميان شاھل کي پڻ گورنر مغل طرفان قتل ڪرايو ويو. جنھن بعد تحريڪ جي قيادت ميان نصير محمد جي نصيب ۾ آئي. جنھن لاڙڪاڻي مان لڏي اچي ضلعي دادوءَ جي خيرپور ناٿن شاھ تعلقي جي ڳاڙھي نالي جاءِ تي نئون ڳوٺ ٻڌايو تہ جيئن بکر سرڪار جي مرڪز کان پري رھي تحريڪ کي وڌيڪ مضبوط بنائي، ان لاءِ ضروري ھو تہ دربار جي سازشن ۽ چغلخورن طبقي کان محفوظ رھي سگھي ۽ ضرورت وقت جابلو علائقي ۾ پناھ حاصل ڪري سگھي.

ميان نصير محمد پنھنجي تحريڪ کي راز ۾ رکڻ واسطي پنھنجن فقيرن ۽ مريدن کي حڪم ڪيو تہ ھو سواءِ ھڪ ٻئي جي ٻئي ڪنھن سان نہ ڪائين ۽ نہ وري شاديون وغيرہ ڪن. اھا ساڳي رسم مھدوي طريقي ۾ پڻ رائج آھي. ميان جي انھيءَ حڪم قبيلائي عصبيت کي وڌيڪ مضبوط ڪيو. ان ڪري سنڌي سماج ۾ نسلن جي بنياد تي طبقا ٺھيا ۽ اوچ نيچ جو سوال پيدا ٿيو. اڄ تائين ميان وال طريقي جا ماڻھو ڪن ذاتين جو پاڻي ۽ ماني نہ ڪائيندا آھن.

ھر تحريڪ کي سڃاڻپ واسطي سندن کي نہ ڪي خاص نعرا ۽ نشان ھوندا آھن. ان ڪري ميان نصير محمد بہ پنھنجي تحريڪ جو نعرو 'الله توھار' لفظ سان متعارف ڪيو. روٽ (ماني) ورھائڻ سماع ڪرڻ، سفر تي رواني ٿيڻ وقت، ھڪ ٻئي کان موڪلائڻ وقت، ھر ھلائڻ وقت، فيصلي ڪرڻ بعد جماعتي بار بار الله توھار جا نعرا ھڻندا آھن. ميان آدم شاھ ڪلھوڙو ۽ سندس اولاد سھروردي طريقي جا بزرگ ھئا. ان ڪري ميان نصير محمد ھن عوامي نعري کي قبول ڪيو ۽ انھيءَ سان گڏ ميان نصير محمد پنھنجي تحريڪ جي جدا تشخص کي قائم رکندي تحريڪ جي نشان طور پنھنجن فقيرن (ڪارڪنن) کي ڪاري رنگ جي ڪٽي ڪلھي تي رکي ھلڻ يا پائڻ جو حڪم ڪيو. ڪارو رنگ، عباسي خليفن جي دربار جو رنگ ھو ۽ چادر ڍڪڻ اھل تصوف وارن جي اھم نشاني تصور ڪئي ويندي ھئي، صوفي ھميشہ صوف جي ڪاري چادر ويڙھيندا ھئا. اھا ساڳي رسم عيسائي راھبن ۽ ٻوڌي ڀڪشوئن وٽ پڻ ڏسڻ ۾ اچي ٿي، جيڪي تارڪ الدنيا بنجي جھنگلن جبلن جي غارن ۾ چلا ڪڍي تپسيائون ڪندا آھن.

جيئن تہ مذھبي عقيدي پرست، پير ھجڻ سان گڏوگڏ ڪلھوڙا ملڪي سياست ۾ مغل سلطنت شاھي کان آزادي حاصل ڪرڻ جي جدوجھد ڪري رھيا ھئا، ان ڪري ميان نصير محمد ڪلھوڙي بغداد جي عباسي خليفن ۽



ميان نصير محمد جو مقبرو

صوفي بزرگن سان نسبت قائم ڪرڻ واسطي ڪري رنگ جي چارد پائڻ جو حڪم ڪيو. اڄا تائين سنڌ ۾ ميان وال جنائي فقير جن ڪين مھل ڪاري رنگ جي ڪٽي جي چادر جو پلو ھٽي الله توھار ڪندا آھن. سھروردي فرقي جي بزرگن وٽ سماع ۽ رقص رائج آھي ۽ ان تي ھو وجد ۾ اچي ذڪر ڪندا آھن. ڪلھوڙن جو ميان وال طريقو بہ سھروردي طريقي جي ھڪڙي شاخ ھئڻ سبب ميان نصير محمد ماڻھن جي نفسياتي مونجھاري کي دفع ڪرڻ ۽ عوامي جدوجھد کي موثر طور تي منظم ڪرڻ لاءِ سرندي جو ساز ٻڌڻ ۽ وڄائڻ جو حڪم ڪيو، ڇاڪاڻ تہ سرندي جو ساز مٺو ۽ تاثير رکندڙ ساز آھي. ھن ساز جي آواز تي راجا راءِ ڏياچ پنھنجو سر وڍايو ھو. ان ڪانسواءِ ھي ساز سنڌ، بلوچستان، ڪڇ ۽ راجستان ۾ عام مقبول ساز آھي. ان ڪري ميان وال فقير پنھنجي قيادت جي حڪم موجب اڄ تائين سرندي جي ساز کي پسند ڪندا ۽ وڄائيندا آھن. ميان وال فقير ۽ مريد پنھنجي ھر محفل جي شروعات سرندي جي ساز سان شروع ڪندا آھن ۽ آخر ۾ 'آزي' (عاجزي) پڙھندا آھن. جنھن ۾ بہ ماڻھو شامل ھوندا آھن. اھي وڏي ۽ سريلي آواز سان پنھنجي قيادت (مرشد) تي اعتماد جو اظھار ڪندا آھن ۽ باقي ويٺل جماعت الله توھار اڪر ڪي ورجائي

انهن آزي پڙهندڙن جي تائيد ڪندا رهندا آهن. آزي پڙهڻ کان پوءِ سڄي جماعت جا ماڻهو هڪ ٻئي سان ڀاڪر پائڻ ۽ هڪ ٻئي جا هٿ چمڻ شروع ڪندا آهن.

آزي (عاجزي) پڙهڻ کان اڳ ۾ ڪارڪن شادمانہ (خيرات) ڪندا آهن. جيڪڏهن ڪنهن ڪارڪن کان ڪا غلطي ٿي ويندي آهي تہ پوءِ مٿس ڏنڊ وڌو ويندو آهي. جيڪو پري ڏيڻ لاءِ فقير پاڻ کي هڏل رکندا آهن. انهيءَ ڏنڊ کي 'خوشي' چوندا آهن. هر تحريڪ جي ڪاميابيءَ ۾ پئسي کي وڏي اهميت حاصل هوندي آهي. تحريڪ جي مالي حيثيت کي مضبوط ڪرڻ واسطي شادمانا (خير) ۽ خوشي (ڏنڊ) مان بہ حصا پنهنجي مرڪزي قيادت (مرشد) لاءِ ڏار ڪڍيا ويندا آهن ۽ باقي حصا ڪارڪنن (فقيرن) ۾ تقسيم ڪيا ويندا آهن.

مهدي تحريڪ جي اثر هيٺ ميانوال تحريڪ سان لاڳاپيل ماڻهو پنهنجي مرڪز کي 'دائرو' چوندا آهن. جتي سيئي ڪارڪن گڏجي پنهنجي روحاني رهبر کان رهبري حاصل ڪندا آهن ۽ ان سان گڏجي عبادت پڻ ڪندا آهن. جيئن اثنا عشري فرقي وٽ امام بارگاهہ ۽ اسماعيلن ۾ جماعت خانہ هوندا آهن.

دنيا جي هر هڪ قوم جي تاريخ ۾ ڪي ڏينهن معنيٰ ۽ اهميت رکندا آهن. قومن جي تاريخ جو آغاز هميشہ انهن ڏينهن کان ٿيندو آهي. جان جي قرباني پيش ڪرڻ مهدي طريقي جو اهم اصول آهي. جيئن تہ ميان وال تحريڪ بہ مهدوي طريقي کان متاثر هئي. ان ڪري جاني قرباني واري اصول کي ميان وال طريقي ۾ پڻ خاص اهميت حاصل آهي. ميان آدم شاهہ ڪلهوڙي پنهنجي تحريڪ جو آغاز حج جي ڏينهن کان ڪيو. چاڪاڻ تہ هن ڏينهن کي حضرت اسماعيل عليہ السّلام جي قربانيءَ جو ڏينهن تصور ڪيو ويندو آهي. هي ڏينهن هوئڻ تہ هر طبقي جا مسلمان ملهائيندا آهن، حج واري ڏينهن ميان وال طريقي جا ماڻهو، مرد خواه عورتون، ڪلهوڙن جي مقبرن ۽ مزارن تي وڃي جانورن جون قربانيون ڪندا آهن. ميلا ۽ ملاڪڙا ڪرائيندا آهن. عورتون خوشيءَ مان سهرا ۽ ڳيچ ڳائينديون آهن. مرد سرندي جي ساز تي الله توهار جا نعرا هڻندا، جهمريون پائيندا آهن. پنهنجي مرشد سان وفاداري ۽ قربانيءَ جو قسم کڻندا آهن. مريد اهڙن ميلن ملاڪڙن کي ميان جو حج چوندا آهن. اڄ بہ سنڌ ۾ اهڙا حج ميان آدم شاهہ، ميان شاهل محمد، ميان نصير محمد، ميان يار محمد، ميان نور محمد، گاجي شاهہ ڪوسو، عبدالله شاهہ گودڙيو (هي بزرگ بہ ڪوسو هو)، شاهہ پنجو سلطان ڏهوٽ ۽ ٻين اهڙن بزرگن جي مقبرن تي لڳندا آهن.

اهڙي طرح تزڪيہ نفس جي بنياد تي ميان نصير محمد ڪلهوڙو، سنڌ جي ماڻهن ۾ اتحاد قائم ڪرڻ ۽ کين سياسي طور تي منظم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. جنهن ڪري هنن مغل سلطنت جي قانون کي سنڌ اندر بي اثر بنائي ڇڏيو. هڪ روايت موجب ميان، دهليءَ جي قاضين کي (قانون) سنڌ ۾ اچڻ بعد عورتون بنائي ڇڏيو. جنهن ڪري کيس عوام طرفان 'مظهر العجائب' جو لقب مليو. سندس ڪاري ڪٿي هيئان اچڻ ۾ سنڌ واسي پنهنجي نجات سمجهڻ لڳا. سندس وصال بعد سندس لائق فرزند، ميان يار محمد ڪلهوڙي ميانوال تحريڪ جي قيادت ڪئي ۽ هن جي دور ۾ تحريڪ پنهنجي نصب العين کي حاصل ڪري ورتو. مغلن کي پنهنجي شڪست قبول ڪري ميان يار محمد سان ناهہ ڪرڻو پيو ۽ ميان پنهنجي آزاد ۽ خودمختيار رياست جو بنياد رکيو. اهڙيءَ طرح هن تحريڪ ميان غلام شاهہ جي دور تائين صدين کان پوءِ ملڪي وحدت کي قائم ڪري ورتو.

**آزي (ميان وال تحريڪ وارن جي دعا):**

**بسم الله**

**الله توهار!**

چئو سائيو! الله توهار!!
آزي ڪيون ٿا، الله جي در تي؛
ان جي پاڪ رسول ﷺ،
۽ پنجتن پاڪ جي صدقي،
صدقي سيني بزرگن، ولين ۽ شهيدن جي،
صدقي شهيد ميان آدم شاهہ جي،
صدقي ميان شاهل محمد جي،
صدقي ميان دين محمد جي،
صدقي ميان نصير جي،
صدقي مين يار محمد جي،
ميان نور محمد،
ميان غلام شاهہ،
ميان سرفراز،
ميان غلام نبي،
ميان عبدالنبي شاهہ جي،
صدقي شاهہ گودڙئي،
شاهہ پنجي،
سيني سڳورن، ولين ۽ شهيدن جي،
اچو تہ سائيو آزي ڪيون،
چئو الله توهار!
اچو تہ جهولي ڦهلايون،
ڌڻيءَ جي در،
مولا! شل خير هجي،
هن ڌرتيءَ جو،
آباد رهن،
هر جنجل کان آزاد رهن،
منهنجا مارو،
منهنجا مارو،
منهنجا ماڻهو،
خوشحال رهن!
ڀاڳين جا ڀاڻ سلامت،
عظمت جا اهڃاڻ سلامت؛
مارو مرڪن،
چهرا چمڪن،
شال! اسان جي پڳ سلامت،
دنيا ساري جڳ سلامت،
راڄ سلامت ڀاڳ سلامت!
پورهيو، پنڌ ۽ ماڳ سلامت،
ڌرتيءَ ماءُ! او ڌرتي ماءُ!
شل! نہ لڳئي ڪوسو واءُ!

اسين ٻچڙا آدم شاهه جا.
اسين فقير ميان نصير جا.
تنهنجي جهوليءَ ۾ جهولون.
پلجون.
نپجون.
وڌئون ويجهون!
جئو الله توهار!
اچو ته شهيدن جي رت جي.
ساک کڻون.
اسين اولاد آدم شاهه جو.
وچن ڪريون!
جئو الله توهار

**تحريما مينا:** ڪلاسيڪل رقاصه تحريما مينا، سال 1962ع ۾ لاهور ۾ ڄائي. ستن سالن جي عمر ۾ هن ڪلاسيڪيل رقص سکيو. سندس پهرين استاد سندس ماءُ اندو مينا هئي، جنهن شنڪر اڏي نموني جي رقص جي سکيا زهرا ٻائيءَ کان ورتي هئي. ساڳئي وقت هن استاد حافظ خان کان راڳ جي سکيا به ورتي. استاد حافظ تلونڊي گائيڪ گهراڻي جو وڏو استاد هو. پاڻ لاهور اچي رهيو هو. ڀارتي سنگيت ۾ هن استاد رگهو رائو ۽ شريمتي للتي شاستريءَ کان سکيا ورتي. بي. اي پاس ڪرڻ کان پوءِ هن فائن آرٽس ۾ ايم. اي ڪرڻ لاءِ نيشنل ڪاليج آف آرٽس لاهور ۾ داخلا ورتي. ڪاليج کان فارغ ٿي هن پڙهائڻ شروع ڪيو ۽ ڪيترن اداڪارن ۽ رقاصن کي فن جي سکيا ڏني. 1992ع ۾ هن "آجوان بانس پراڊڪشن" جي نالي هڪ ادارو قائم ڪيو. ان کان اڳ 1990ع ۾ ڪيس "انٽرنيشنل ڪوريئو گرافرس ورڪ شاپ آف امريڪن ڊانس فيسٽيول" ۾ شرڪت لاءِ دعوت ملي. هن فل ٽائيم سيکارڻ / پڙهائڻ جو ڪم شروع ڪيو. هيءَ پاڪستان ۾ ماڊرن ڊانس جي بنياد وجهندڙ فنڪارن مان هڪ آهي. هن ڪلاسيڪل رقص ۾ 30 ڪن نيون جدتون آنديون. هن پاڪستان جي سيني وڏن شهرن ۾ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيو آهي. پاڪستان کان سواءِ آمريڪا، انگلينڊ، چين، وچ مشرق ۽ ٻين ملڪن ۾ پاڪستان جي ثقافتي ٽولي سان گڏ شرڪت ڪري رقص ڪيو آهي. هن پاڪستان جي پهرين نيشنل ڊانس فيسٽيول ۾ شرڪت ڪئي. تحريما پاڪستان جي پهرين رقص نگار (Choreographer) آهي، جنهن ڪلاسيڪل رقص کي لکت ۾ آندو آهي. تحريما کي ڀارتيه ناٽيم تي مڪمل دسترس حاصل آهي. هوءَ هن وقت ڪراچيءَ ۾ رهائش پذير آهي.



**تحريم، سورة:** سورت تحريم قرآن مجيد جي 66 هين سورة آهي. هيءَ سورة مديني منوره ۾ نازل ٿي، جنهن ۾ 12 آيتون آهن. حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن پنهنجي هڪ گهرواريءَ جي دلجوئيءَ لاءِ ماکي کائڻ ڇڏي ڏني. ان تي الله پاڪ رسول پاڪ صلي الله عليه وسلم کي منع فرمائي: جنهن جو ذڪر قرآن مجيد جي هن سورت ۾ آهي.

**تحفة الاحباب** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب حاجي محمد سمي 'ڪاتب' جو ترجمو ڪيل آهي. جيڪو قاضي ابراهيم ابن قاضي نورمحمد، ساڪن پور بندر، مطبع هر ديار بمبئيءَ مان ڇپايو هيءَ ڪتاب 'ڪشف الحجاب' جو ترجمو آهي. هيءَ ڪتاب ٻن حصن ۾ ورهايل آهي، جن مان هڪ حصي ۾ پاڪائي ۽ ٻئي حصي ۾ پردي جا حڪم جمع ڪيا ويا آهن.

**تحفة الاسلام** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب پنجن حصن ۾، سنڌ جي مشهور عالم مولوي محمد عثمان نورنگزادي جو لکيل آهي. جيڪو لاهور ۽ سنڌ جي جدا جدا پريسن مان ڪيترائي ڀيرا ڇپيو آهي. دستياب ڇاپن جو تفصيل هيٺينءَ طرح آهي: پهريون ڇاپو (5 ڀاڱا) لاهور جي اسلاميه پريس مان 1889ع ۾ ڇپيو. جيڪو ڊبل ڪرائون سائيز ۽ 30 صفحن تي مشتمل هو. ڪتاب جا پنج ئي ڀاڱا ٻيو دفعو 1899ع ۾ لاهور مان ڇپيا، جيڪي سنڌ مدرسه بورڊ ڪراچيءَ طرفان ڇپايا ويا هئا. ان کان پوءِ اهي پنج ڀاڱا، سنڌ جي جدا جدا پريسن ۾ 1925ع کان 1927ع تائين واري وقت ۾ ڇپيا رهيا. بعد ۾ هڪ ٻيو مولوي محمد عظيم شڪارپوريءَ، پهريون ڀاڱو دين محمد پريس، ڪراچيءَ، مان ڇپايو ويو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو رايل سائيز ۾، پوڪرداس، شڪارپور مان 1923ع ۾ ڇپايو. ڪتاب تحفة الاسلام، درسي ڪتاب طور، سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ جي فقهه جي نصابي مقصدن کي پوري ڪرڻ لاءِ لکيو ويو هو. جنهن کي مدرسي جي ستن ڪلاسن جي پيش نظر، ستن حصن ۾ ورهايو ويو هو. هن ڪتاب جا پنج ئي حصا، سنڌ يونيورسٽيءَ جي مرڪزي لئبريءَ جي اورينٽل حصي ۾ موجود آهن.

**تحفة الصائمين:** مولانا عبدالرحيم مگسي، سنڌ مدرسي ڪراچيءَ جي استاد هو جنهن فقہ جي سلسلي جا ڪجهه ڪتاب لکيا هئا. 'تحفة الصائمين' اُن سلسلي جو ٻيو ڪتاب آهي، جنهن کي قاضي عبدالرزاق، سنڌ مدرسي ڪراچيءَ جي مُعلم، پارت اليڪٽرڪ ورڪس ڪراچيءَ مان، رجب 1342هه/ فيبروري 1924ع ۾ پنهنجي خرچ سان ڇپائي پڌرو ڪيو هي ڪتاب روزن جي فقيهي مسئلن بابت لکيو ويو آهي.

**تحفة الطاهرين** (ڪتاب): تاريخ تي مشتمل هن ڪتاب جو مصنف محمد اعظم ٺٽوي آهي، جنهن هيءَ ڪتاب 1194هه/ 1780ع ۾ تصنيف ڪيو. هن ڪتاب کي آغا بدرالدين درانيءَ ايڊٽ ڪيو، جيڪو 1956ع ۾ شايع ٿيو. دراصل هي انهن 168 بزرگن جو تذڪرو آهي، جيڪي ٺٽي ۽ مڪليءَ ۾ مدفون آهن. ٺٽي جي بزرگن کي، مصنف محلي وار تقسيم ڪيو آهي. هي ڪتاب تاريخي لحاظ کان نه پر البته تذڪري جي لحاظ کان ڪارآمد ڪتاب آهي. هن بياض جا هن وقت تائين چار نسخا معلوم ٿيا آهن. هڪ قلمي نسخو شيراني ڪليڪشن، لاهور، ۾ به آهي، جنهن جي ڪتابت 1194هه/ 1780ع ۾ ٿي ۽ اهوئي سال ڪتاب جي تصنيف جو به آهي. ممڪن آهي ته اهو نسخو مصنف جو پنهنجو هجي. هن ڪتاب جو فارسيءَ مان سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڊاڪٽر عبدالرسول قادريءَ ڪيو آهي، جيڪو سنڌي ادبي بورڊ



طرفان سال 1990ع ۾ شايع ٿيو. 180 صفحن جي هن ڪتاب جي قيمت 40 رپيا رکي وئي هئي.

**تحفة الفقہ**(ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌي ٻوليءَ ۾ فقه جي موضوع تي هڪ مفصل ڪتاب آهي. ڪتاب ستن حصن ۾ ورهايل آهي ۽ سال 1382هه/1963ع ۾ اسٽئنبرڊ پريس، فريئر روڊ، سکر مان ليٿو ۾ ڇپايو ويو. ڪاتب جو نالو "عبدالله سومرو" لکيل آهي. ڪتاب جو مؤلف مولوي حافظ عبدالحميد صاحب، مدرسه دارالهديٰ، ٺيڙهي، خيرپورميرس جو سند يافته عالم هو. هن صاحب هيءُ ڪتاب پنهنجي استاد مولانا حبيب الله مرحوم، مهتمم مدرسه دارالهديٰ ٺيڙهيءَ جي نگرانيءَ هيٺ تيار ڪيو. ڪتاب حافظ شمس الدين اينڊ برادرس، مالڪان مڪتب شمسيه بٺراج روڊ، سکر جي طرفان شايع ڪيو ويو. هن ڪتاب جو هڪ مڪمل نسخو سنڌ يونيورسٽيءَ جي شعبه اسلامي ثقافت ۽ تقابل اديان جي سيمينار لئبرريءَ ۾ رکيل آهي. تحفة الفقه جو ديباجو مولانا حبيب الله، مهتمم، مدرسه دارالهديٰ طرفان لکيو ويو آهي. ديباجي ۾ نه فقط ڪتاب جي تاليف ۽ اشاعت جي ضرورت جو ذڪر ڪيو ويو آهي، پر ان جو مختصر تجزيو به ڏنو ويو آهي. ڪتاب جو هيءُ ستون ڇاپو آهي. جيڪو حافظ شمس الدين سکر مان سال 1934ع ۾ ڇپايو ٻيو حصو سال 1945ع ۾ ڇپيو جنهن ۾ 80 صفحا هئا. قيمت به رپيا اٺ آنا ڄاڻايل آهي.

**تحفة الڪرام**- جلد اول و دوم (ڪتاب): فارسي ٻوليءَ ۾ لکيل هن ناياب تاريخ جو مصنف سنڌ جو عظيم محقق، اديب، تاريخدان ۽ شاعر مير علي شير قانع ٺٽوي (1140هه/1727ع-1203هه/1788ع) آهي. مير علي شير قانع جو بزرگ سيد شڪر الله شيرازي، شاهه بيگ ارغون جي زماني 928هه/1521ع ۾ شيراز مان سنڌ ۾ آيو. مير علي شير قانع ٺٽوي تحفة الڪرام ڪتاب 1181هه/1767ع ۾ لکي ٽن جلدن ۾ ورهايو. حقيقت ۾ مير علي شير 'تحفة الڪرام' لکي سنڌ ۽ سنڌين تي وڏو احسان ڪيو آهي. جيڪڏهن هي ڪتاب نه هجي ها ته اڄ سنڌ جي تاريخ جو گهڻو حصو ضايع ٿي چڪو هجي ها.




"تحفة الڪرام" جي ٽن جلدن مان پهريون ۽ ٻيو جلد برصغير جي تاريخ بابت آهي ۽ ٽيون جلد سنڌ لاءِ مخصوص آهي. ٽنهي جلدن ۾ نه فقط بادشاهن جو ذڪر آهي، بلڪ انهن جي ڳوٺن، شهرن، جبلن، جهنگن ۽ ماڳن جو به ذڪر آهي. ان سان گڏ درويشن، مجذوبن، صوفين، خوشنويسن، شاعرن، سيدن، قاضين، شيخن، عالمن ۽ فاضلن جو به ذڪر موجود آهي. پهرين ۽ ٻئي جلد ۾ موجود مواد جو تفصيل هن ريت آهي.

**پهريون جلد:** هن جلد ۾ هڪ مقدمو ۽ ٽي باب آهن. مقدمي کي ٻن حصن ۾ ورهائي هر هڪ حصي جو نالو "ذڪر" (بيان) رکيو ويو آهي. ذڪر ۾ مخلوقات جي ابتدا ۽ ٻئي ذڪر ۾ جنن جي پيدائش جو بيان آهي.

ٽن بابن مان پهرئين باب جا ٽي ڀاڱا آهن. هر هڪ ڀاڱي کي "طبقي" جي نالي سان سڏيو ويو آهي. پهرئين طبقي ۾ ٻيبين جو بيان آهي. ٻئي طبقي ۾ اسلام کان اڳ ٿي گذريل بادشاهن جو ۽ ٽئين طبقي ۾ انهيءَ وقت جي حڪيمن، زاهدن ۽ مشهور شاعرن جو ذڪر آهي.

ٻئي دفتر کي پنجن حصن ۾ ورهايو ويو آهي ۽ هر هڪ کي "مجلس" نالو ڏنو ويو آهي. پهرئينءَ "مجلس" ۾ حضور پاڪ صلي الله عليه وسلم جن جي پيدائش جي ابتدا. ٻيءَ مجلس ۾ سندن حالات. ٽين مجلس ۾ خلفاءِ راشدين جو احوال. چوٿينءَ مجلس ۾ امامن پاڪن جو ذڪر ۽ پنجينءَ مجلس ۾ اهلبيت ڪرام جي مشهور هستين جو بيان آهي. ٽيون باب ٽن ڀاڱن ۾ تقسيم ڪيل آهي. هر هڪ ڀاڱي تي طبقي جو نالو رکيو ويو آهي. انهن مان پهرين طبقي کي وري ٽي ڀاڱا ڪري هر هڪ ڀاڱي کي مقصد سڏيو ويو آهي. پهرين مقصد ۾ بني اميه گهراڻي جي حاڪمن جو بيان آهي. ٻئي مقصد ۾ ٽي مقالا آهن.پهريون مقالو خاص بني اميه گهراڻي جي انهن اميرن جي بيان ۾ آهي.جيڪي عراق عرب ۽ عراق عجم جي حڪومت تي سرفراز هئا. ٻئي مقالي ۾ بني اميه جي خراسان وارن اميرن ۽ ٽئين ۾ بني اميه گهراڻي جي ڪن مکيه ماڻهن جو احوال آهي. ٽئين مقصد ۾ خاص انهن ماڻهن جو احوال ڏنو ويو آهي. جن بني اميه جي حڪومت واري دور ۾ بغاوتون ڪيون.

ٻيو طبقو پنجن حصن ۾ ورهايل آهي ۽ هر هڪ کي "مذڪور" لقب ڏنو ويو آهي. پهرئين مذڪور ۾ عباسي خليفن جو ذڪر آهي. ٻئي ۾ انهن عباسي شخصيتن جو بيان آهي. جن مصر ۾ خلافت جو لقب لڌو. ٽئين ۾ عباسين جي اميرن، وزيرن ۽ سندن نامي گرامي ماڻهن جو احوال ڏنو ويو آهي. چوٿين ۾ جن ماڻهن عباسي دور ۾ بغاوتون ڪيون. تن جو بيان ۽ پنجين ۾ قرمطين جو ذڪر آهي.

ٽئين طبقي جا حصا ڪيا ويا آهن. هر هڪ حصي جو نالو رکيو ويو آهي "اساس". پهرئين اساس ۾ انهن مسلمان بادشاهن جو احوال آهي. جيڪي بني عباس گهراڻي جي خلافت وقت دنيا ۾ ڪٿي نه ڪٿي بادشاهه هئا. اهڙن يارهن گهراڻن جو احوال ڏنو ويو آهي. پهريون طاهري گهراڻو ٻيو صفاري گهراڻو ٽيون ساماني گهراڻو. چوٿون غزنوي گهراڻو. پنجون غوري گهراڻو ڇهون آل بويه يعني ديلمي گهراڻو. ستون سلجوقي گهراڻو. اٺون خوارزمشاهي گهراڻو نائون اتابڪ گهراڻو. ڏهون اسماعيلي گهراڻو ۽ يارهون ڪرمان جو فراختائي گهراڻو

ٻئي اساس ۾ فقط انهن شاهي گهراڻن جو احوال آهي. جن روم تي حڪومت ڪئي. اهڙا اٺ گهراڻا ٻڌايا ويا آهن. پهريون قيصر گهراڻو ٻيو سلجوقي گهراڻو. ٽيون دانشمندي گهراڻو. چوٿون سليقي بادشاهن جو گهراڻو پنجون منڪو چڪي اميرن جو گهراڻو. ڇهون قرامان گهراڻو. ستون ذوالقدر گهراڻو ۽ اٺون عثماني بادشاهن جو گهراڻو.

ٽئين اساس ۾ حرمين شريفين- زاد هما الله شرفا و تعظيما جي شريفين جو ذڪر آهي. چوٿين اساس ۾ ترڪستان جي خانن يعني چنگيز خان ۽ سندس اولاد جو بيان آهي. پنجين اساس ۾ ابو سعيد خان بهادر کان پوءِ جيڪي ايران ۾ ننڍڙا بادشاهه ٿيا. تن جو احوال آهي ۽ اهڙا پنج گهراڻا هئا. ڇهين اساس ۾ قراقونيلو گهراڻي جي بادشاهن جو احوال ڏنو ويو آهي. ستين اساس ۾ دياربڪر (روسي ترڪستان) جي اقانيلو بادشاهن جو ذڪر آهي. اٺين اساس ۾ ايران جي صفوي گهراڻي جو ۽ نائين اساس ۾ خاص صاحب قران امير تيمور گورگان ۽ سندس اولاد جو احوال آهي. جن ايران ۽ توران تي حڪومت هلائي.

**ٻيو جلد:** هن جلد ۾ ڪل ست مقالا ۽ هڪ خاتمو آهي. ستن مقالن ۾ ستن ئي ولايتن جو ترتيب وار ذڪر. انهن جي مختصر جاگرافي ۽ اتي جي بادشاهن، اميرن، وزيرن، خداوارن ولين، عالمن ۽ ٻين ڪمال جي صاحبن جو احوال ڏنل آهي.

خاتمي کي ٻن حصن ۾ ورهائي، هر هڪ حصي کي "نمود" نالو ڏنو ويو آهي. پهرئين نمود ۾ مشهور ۽ مکيه مکيه شهرن جي وچ ۾ مفاصلو ڏيکاريل آهي. ٻئي نمود ۾ انهن ملڪن جو مختصر بيان آهي. جيڪي ستن ولايتن جي

احاطي کان ٻاهر آهن. هي ڪتاب حسني اثناء عشري لکنوءِ طرفان 1301ھ/1883ع ۾ شايع ٿي چڪو آهي.

**تحفة الڪرام ـ جلد سوم** (ڪتاب): هن ڪتاب جو مصنف مير علي شير "قانع" ٺٽوي آهي، جنهن 1181ھ/ 1767ع ۾ هيءُ ڪتاب فارسي ٻوليءَ ۾ تصنيف ڪيو. مير علي شير هيءُ ڪتاب ٽن جلدن ۾ لکيو آهي، جنهن جو آخري ٽيون جلد سنڌ بابت آهي. سنڌ جي تاريخ لاءِ هيءُ ڪتاب 'اينسائيڪلوپيڊيا' جو ڪم ڏئي ٿو. تاريخ جي هن ڪتاب ۾ مشهور ماڻهن، شهرن ۽ ڳوٺن، قومن ۽ ذاتين جو مفصل بيان ملي ٿو. پهريان ٻه جلد هندستان ۽ اسلامي دنيا جي تاريخ تي آهن. هيءُ ڪتاب، مير صاحب 1180 ھ ۾ لکڻ شروع ڪيو ۽ هڪ سال ۾ 1181ھ/ 1767ع ۾ ختم ڪري، پوءِ به انهيءَ ۾ اضافو ڪندو رهيو ۽ اهو سلسلو 1188ھ/ 1774ع تائين جاري رهيو. سنڌ جي مشاهيرن، عالمن، بزرگن، خطاطن، ۽ مصنفن خواه شاعرن جي سلسلي ۾ 'تاريخ معصومي' کان پوءِ ٻيو هي تذڪرو آهي. معصوميءَ ۾ ته فقط ترخاني ۽ ارغوني دؤر جا مشاهير آيل آهن، پر هن ڪتاب ۾ ڪلهوڙن جي زماني تائين مشاهيرن کي آندو ويو آهي. ڪلهوڙن جي تاريخ بابت به هي هڪ مستند ڪتاب آهي، ڇاڪاڻ ته مصنف انهيءَ ئي دور جو ماڻهو آهي. هن ڪتاب جا ٽيئي جلد، مطبع ناصري، دهليءَ ۾ ڇپجي چڪا هئا، پر بلڪل نامڪمل هئا. مرزا قليچ بيگ مرحوم ترتيب جي ٿوري ڦيرگهير سان "قديم سنڌ" نالي ڪتاب سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو. جيڪو 1925ع ۾ شايع ٿيو ۽ ان ۾ برطانوي عهد تائين جو اضافو پنهنجي طرفان ڪيائين. ڪتاب جا مختلف قلمي نسخا ملن ٿا، پر مصنف جو پنهنجي هٿ اکرين لکيل نسخو پنجاب يونيورسٽيءَ ۾ موجود آهي، ۽ برٽش ميوزيم ۾ به مصنف جي هٿ اکرين ٻه نسخا آهن. ڪتاب جي ٽئين جلد جو سنڌيءَ ۾ ترجمو سنڌي ادبي بورڊ تيار ڪرايو. آخري جُلد سنڌ بابت آهي، جنهن جا ٻه ڀاڱا آهن: (1) سنڌ جي تاريخ (ميان سرفراز تائين)، (2) سنڌ جي شهرن ۽ اتي جي مشاهيرن جو احوال. (3) ننگر ٺٽو تاريخ ۽ مشاهير. ڪتاب جا سنڌي، اردو توڙي فارسي ايڊيشن ظاهر ٿي چڪا هئا، پر سنڌي ادبي بورڊ، بين الاقوامي معيار تي مبني جديد تنقيدي ايڊيشن آڻڻ لاءِ، اوائل ۾ هيءُ ڪم ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽي مرحوم کي سونپيو. افسوس جو ڊاڪٽرصاحب، زندگيءَ جي بيوفائيءَ جي ڪري هيءُ ڪم پورو نه ڪري سگهيو ان کان پوءِ پير حسام الدين شاهه راشديءَ، تحفة الڪرام جي ايڊيٽنگ شروع ڪئي، پر پاڻ ان جو صرف پهريون ڀاڱو تيار ڪري سگهيو جنهن جي محنت قابل ديد آهي. هن ايڊيشن جي خوبين ۾ هيٺيان تفصيل لازوال محنت ۽ تحقيق جا مثال آهن:



سومرن ۽ سمن تي نئون مواد سهيڙڻ، سنڌ جي مغليه فتح تي سمورو مواد يڪجا ڪرڻ، شاهه بيگ ارغون جي مرڻ جو سال 930ھ/ 1523ع) ڄاڻائڻ، ٺٽي جي مغليه صوبيدارن جي مڪمل فهرست ڏيڻ، ڪلهوڙن جي تاريخ بابت ادبي مواد ذريعي تصديق ڪرڻ، نسب نامن ۽ ڪتبن ذريعي حاڪمن جي تاريخن جي ڳولا ڪرڻ ۽ عرب گورنرن جي مڪمل فهرست آخر ۾ ڏيڻ، جيڪا وڌيڪ جامع آهي، ڪتاب ۾ شامل آهن. ڪتاب جي آخر ۾ 124 تصويرن جو سيٽ به ڏنو ويو آهي. جڏهن هن ايڊيشن ۽ سنڌي ڇاپي کي ڀيٽجي ٿو. تڏهن اڳ واري ڪتاب جي ناقص ۽ اڻ پوري هجڻ جي خبر پوي ٿي. تحفة الڪرام (جلد ٽيون) جو مطبع ناصري ڪانپور مان 1885ع ۾ شايع ٿيو هو. واڌارن سڌارن کان پوءِ سال 1957ع ۾ هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪيو.

**تحفة الڪرام جي ٽئين جلد جو سنڌي ترجمو** (ڪتاب): تحفة الڪرام جو سنڌي ترجمو مخدوم امير احمد سليس سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪيو. اهو ترجمو امير احمد ٽن قلمي نسخن تان ڪيو. پهريون تحفة الڪرام جو قلمي نسخو خود مصنف جو هٿ اکر لکيل مولوي محمد شفيع جو ملڪيت هو ۽ ٻيو قلمي نسخو مير مراد علي خان ٽالپر جو سن 1233ھ/1817ع ۾ لکايل ملڪيت ڊاڪٽر مير نور محمد خان ٽالپر هو. ڇو ته پراڻن ڇاپي نسخن ۾ ڪافي غلطيون هجڻ ڪري انهن کي سامهون نه رکيو ويو. تحفة الڪرام جي سنڌي ترجمي جو پهريون ڇاپو 1975ع ۾، ٻيو ڇاپو 1978ع ۾، ٽيون ڇاپو 1989ع ۾ ۽ پنجون ڇاپو 2004ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ مان شايع ٿي چڪو آهي. ڊيمي سائيز جو 545 صفحن تي مشتمل تحفة الڪرام جو پنجون ڇاپو سنڌي بورڊ طرفان 2004ع ۾ شايع ٿيو آهي ۽ ان جي قيمت 250 رپيا ڄاڻايل آهي.




**تحفة المجربات طبي نسخہ جات** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب محمد يوسف 'شاڪر' جو لکيل آهي، جنهن ۾ طبي نسخن جو تفصيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 112 صفحا آهن ۽ قيمت 50 رپيا آهي. پهريون ڇاپو، آر- ايچ احمد اينڊ برادرس. اسٽينڊرڊ پريس، حيدرآباد، مان سال 1953ع ۾ ڇپايو.

**تحفتة المرشدين** (ڪتاب): 'تحفة المرشدين لهدايت المريدين' پير سائين سيد شاهه مردان شاهه اول 'ڪوٽ ڌڻي' جا حُر جماعت جي اصلاح ۽ هدايت لاءِ مختلف وقتن تي لکيل 5 ڪتابڙا، هڪ جلد ۾ ترتيب ڏئي حافظ محمد يوسف پنيري سڪندريءَ، پهريون ڇاپو مدرسي صبغتة الهديٰ، شاهپور چاڪر طرفان شايع ڪرايو هو. ساڳئي ڪتاب جو هي ٽيون ڇاپو آهي، جيڪو حافظ محمد يوسف پنيري سڪندريءَ جي ترتيب سان سڪندريه پبليڪيشن، جامعه راشديه درسگاهه مبارڪ پير سائين پاڳاري، خيرپور پاران آگسٽ 2000ع ۾ ڇپرائي پڌرو ڪيو ويو آهي. هن ڪتاب جي ابتدا ۾ پير پاڳارا خاندان جو شجرو ۽ پير سائين ڪوٽ ڌڻي جي مختصر سوانح حيات به ڏني وئي آهي. هن ڪتاب ۾ هيٺيان پنج رسالا شامل آهن: (1) بيعت نامہ لهدايات المريدين، (2) قاطع البدعت في انتباه الغافلين، (3) برڪات النڪاح و آفات الزنا، (4) الزڪات الواجب علي الموسرين ۽ (5) تنبيهه الابطلہ في حرمت مال ربوه.



ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ ڪل 200 صفحا شامل آهن. جنهن جي قيمت 100 روپيا آهي. هي ڪتاب حُر مريدن جي اصلاح ۽ هدايت بابت هڪ اهم ڪتاب آهي.

**تحفة المسلمين** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مولوي محمد عثمان نورنگ زادي جو لکيل آهي. ڊبل ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 88 صفحا آهن. ۽ قيمت 3 رپيا اٿس. جيڪو مولوي محمد عظيم شڪارپور مان ڇپايو. هن ڪتاب جي ٻئي ڇاپي ۾ 160 صفحا آهن. ۽ قيمت هڪ رپيو اٺ آنا ڄاڻايل آهي. هن ڪتاب جو ٽيون ڇاپو هريسنگهه ڪتب فروش، شيام ليٿو پريس، ڪراچيءَ مان، 1938ع ۾ ڇپايو.

**تحفة المسلمين** (ڪتاب): هي ڪتاب ميان يارمحمد آخوند جو ترجمو ڪيل آهي. رايل سائيز واري هن ڪتاب ۾ 152 صفحا آهن. جنهن جي قيمت 6 آنا ڄاڻايل آهي. ليڪڪ، اسلاميه پريس، لاهور، مان سال 1895ع ۾ ڇپايو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو سال 1896ع ۾ ڇپايو. ٽيون ڇاپو سال 1897ع ۾ منشي پوڪرداس شڪارپوريءَ ڇپرايو.

**تحفة المسلمين وهدية المومنين:** هي ڪتاب فارسي ٻوليءَ ۾ سنڌ جي آخري تاجدار مير محمد خان ٽالپر جعفري جي پٽ مير محمد حسن علي خان ٽالپر جو لکيل آهي. مير حسن علي خان ٽالپر هي ڪتاب عيسائين جا اسلام تي لڳايل الزامن جي جواب ۾ لکيو. مير صاحب هن ڪتاب کي پنجن بابن ۾ ورهايو آهي. پهرين باب ۾ تاليف جو سبب ڄاڻايل آهي. ٻئي باب ۾ توريت، انجيل ۽ زبور مان لڳايل الزامن جو جواب ڏنو ويو آهي. چوٿين باب ۾ حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جن جي نبوت بابت آسماني ڪتابن مان



بشارتون ۽ عبارتون پڻ ڏنل آهن ۽ پنجين باب ۾ ڇئني بابن جو تفصيلي نچوڙ ڏنل آهي. ڪتاب جي تقريظ علامه مولانا سيد علي حائري رضوي جي لکيل آهي ۽ شمس الهند پريس لاهور مان 1316هه/1898ع ۾ شايع ٿيو. مير حسن علي خان ٽالپر جيڪي به ڪتاب ڇپرائيندو هو سي سڀ سنڌ ۽ هند ۾ 'في سبيل الحسين' ورهائيندو هو. اٺانوي صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي هن ناياب ڪتاب 'تحفة المسلمين وهدية المومنين' جي آخر ۾ شمس الهند پريس جي مالڪ منشي محمد شمس الدين 'شائق' ڇپجڻ واري سال بابت هڪ طويل قطعه تاريخ چيئي آهي، هن قطعه تاريخ ۾ محمد شمس الدين مقطع جي آخري مصرع مان ڇپجڻ وارو سن 1316هه ڪڍيو آهي. قطعه تاريخ جو آخري شعر هن طرح آهي:

بغايت ادب عرض کن "شايقا"
"بيان مبين تحفة المسلمين"
1316هه(1898ع)

**تحفة المومنات** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مولوي عبدالرحمان جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 104 صفحا آهن ۽ قيمت 12 آنا ڄاڻايل آهي. ليڪڪ، عزت خان مدد خان ليٿو پرنٽنگ پريس، ڪراچي، مان سال 1930ع ۾ ڇپايو.

**تحفة المؤمنين** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب قاري عزيز احمد جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 16 صفحا آهن ۽ قيمت 2 آنا اٿس. ڇاپو ٻيو حافظ شمس الدين، محمديه پرنٽنگ پريس، سکر، مان سال 1936ع ۾ ڇپايو.

**تحفتہ النسوان** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌ جي وڏي عالم ۽ اديب شمس العلماءِ مرزا قليچ بيگ جو ترجمو ڪيل آهي ۽ ان ۾ 36 ناميارين عورتن جو احوال آهي. جيڪي پنهنجي ڪردار ۽ شرافت سبب مشهور هيون. رنگين ٽائيٽل، 128 صفحن تي مشتمل، ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت -/65 روپيه آهي. هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ ڄام شوري پاران پهريون ڀيرو 1958ع ۾ شايع ڪيو ويو، ٻيو ڀيرو 1975ع ۾ ۽ هي ٽيون ڇاپو 2006ع ۾ شايع ٿيل آهي.




**تحفة الهند** (ڪتاب): هن ناليٰ سان موسيقيءَ بابت ٻه ڪتاب لکيا ويا آهن. هڪ اڪبر شاهه ثانيءَ جي دور ۾ مرزا خان ناليٰ هڪ بزرگ پنڊتن ۽ سنسڪرت جي عالمن جي مدد سان هندوستان جي سيني علمن، جهڙوڪ: جوش، سروڏا، سامدرڪ، ڪوڪ (شاستر)، نائڪ ڀيد، اندر جال سان گڏ هندي موسيقيءَ بابت مواد پڻ شامل آهي.

ٻيو ڪتاب مرزا محمد بن فخرالدين محمد، اورنگزيب جي زماني ۾ هندي علمن تي لکيو، جنهن ۾ پڻ هندي راڳ بابت لکيو ويو.

**تحفة الهند**-2 (ڪتاب): عبيدالله مالير ڪوٽلويءَ جو ڪتاب 'تحفة الهند'، سنڌيءَ ۾ عبدالهادي ٿيٻي ترجمو ڪيو آهي. هي ڊيمي سائيز 250 صفحن تي مشتمل ڪتاب، مارچ 1992ع ۾ سنڌ نئشنل اڪيڊمي ٽرسٽ، حيدرآباد پاران ڇپجي پڌرو ٿيو آهي، جنهن جي قيمت 60 رپيا آهي. هن ڪتاب جو هي ٻيو ايڊيشن آهي، پهريون محدود تعداد ۾ ڇپايل ڪتاب 13 صدي هجريءَ جي آخري اڌ ۾ لکيو ويو هو. هن ڪتاب ۾ هندو مت ۽ اسلام جو تقابلي مقابلو ڪيو ويو آهي ۽ جنهن شخص هيءُ ڪتاب سوين حوالن جي روشنيءَ سان تيار ڪيو هو اهو مصنف خود اڳ ۾ غير مسلم هو. هن هندومت ۽ اسلام جي گهڙهي مطالعي کان پوءِ اسلام قبول ڪيو هو ۽ هي تاريخي ڪتاب لکيو. هن ڪتاب کي پڙهي امام انقلاب مولانا عبيدالله سنڌي مسلمان ٿيو هو. ان مان هن ڪتاب جي افاديت ۽ اهميت جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. ڪتاب جي سنڌي ترجمي جي ٻئي ڇاپي جو مهاڳ مشهور عالم، غلام مصطفيٰ خان لکيو آهي.

**تحفءِ احباب** (رسالو): ماهوار رسالو "تحفءِ احباب" جولاءِ 1904ع ۾ مشهور شاعر ۽ اديب محمد هاشم مخلص شايع ڪيو هو. هن رسالي کي عوام توڙي ادبي حلقن ۾ ڪافي مقبوليت حاصل ٿي. هن رسالي ۾ هڪ طرف تفريحي ۽ مزاحيه مضمون شايع ٿيندا هئا، ٻئي طرف سنڌي غزل جي آبياري ٿيندي هئي. شاعر پنهنجا غزل لکي موڪليندا هئا ۽ "تحفءِ احباب" جي "بزم مشاعره" جو سينگار ٿيندا هئا. هن ڪتاب شاعرن جي تربيت ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو آهي.

**تحفءِ اسلام عرف دُرِ مخفي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب عبدالحسين جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 164 صفحا آهن ۽ قيمت اٺ آنا ڄاڻايل آهي. پهريون ڇاپو، سيٺ ڪريم ڀائي قاسم، پارتواسي پريس، حيدرآباد، مان سال 1923ع ۾ ڇپايو.

**تحفءِ اسماعيليه آغاخاني** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مرزا قليچ بيگ جو لکيل آهي. جنهن ۾ آغا خاني اسماعيلين جو ذڪر آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 92 صفحا آهن ۽ قيمت 8 آنا ڄاڻايل آهي. خواجه محمد هاشم لعلواڻيءَ، بلوڪسڪي پريس، حيدرآباد مان سال، 1922ع ۾ ڇپايو.

**تحفءِ اماميه** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مرزا قليچ بيگ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 96 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو رکيل آهي. ڇاپو ڀهريون. عباسي ڪتب خاني ڪراچيءَ مان سال 1953ع ۾ ڇپيو.

**تحفه سامي**: تذڪره تحفه سامي، شاهه اسماعيل صفويءَ جي پٽ سام ميرزا جو لکيل آهي. تقريباً 700 شاعرن جو هي تذڪرو صفويه دور جي ابتدا ۾ لکيو ويو ۽ 1550ع ۾ مڪمل ٿيو. هن تذڪري ۾ سام مرزا سنڌ جي نامور فارسي گو شاعرن جي ذڪر سان گڏ سنڌس فارسي ڪلام جو نمونو ڏنو آهي. ان ڪانپوءِ جي تذڪره نگارن مثلاً واله داغستاني، صاحب آتشڪده آذر ۽ ٻين تحفه سامي مان تمام گهڻو استفادو ڪيو. هي تذڪرو ايران مان ڪيترائي دفعا شايع ٿي چڪو آهي.

**تحفءِ سچل** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مولوي محمد عظيم ائنڊ سنس طرفان شايع ڪرايل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 20 صفحا آهن ۽ قيمت 50 پئسا رکيل آهي. ڇاپو ٽيون. محمدي پريس، شڪارپور مان، سال 1972ع ۾ شايع ٿيو. هن ڪتاب ۾ سچل سرمست جي شاعريءَ ۽ فڪر تي لکيل آهي.

**تحفءِ سنڌ** (ڪتاب): هيءُ حيدربخش جتوئيءَ جي شاعريءَ جو ڪتاب آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 66 صفحا آهن ۽ قيمت 8 آنا رکيل آهي. هادي بخش واحد بخش جتوئيءَ، ايڊيوڪيشنل پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان، سال 1931ع ۾ ڇپايو.

**تحفءِ لطيف** (ڪتاب): هي ڪتاب اسماعيل. ايس. خواجه جو مرتب ڪيل آهي. جيڪو شاهه لطيف جي عرس جي موقعي تي ڇپرو ڪيو ويو هو. ڊبل ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 154 صفحا آهن. ڇاپو ڀهريون محڪمه اطلاعات حڪومت، اولهه پاڪستان. گورنمينٽ پريس ڪراچيءَ مان ڇپايو.

**تحفءِ مدد پناهه زائرين الحج** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ميشرز پوڪرداس تاجر ڪتب شڪارپور طرفان، لاهور جي حميديه پريس ۾، پريس جي مئنيجر مولوي محمد ثناءُ الله جي اهتمام سان ڇپايو ويو هو. هن ڪتاب جو هڪ نسخو سنڌ يونيورسٽيءَ جي مرڪزي لائبرريءَ جي اورينٽل حصي ۾ موجود آهي. ڪتاب جو مؤلف حاجي مير سيد پناهه علي شاهه ولد سيد مير همت علي شاهه، پوليس کاتي ۾ ڊپٽي سپرنٽنڊنٽ جي عهدي تي فائز هو. پاڻ حج جي سعادت حاصل ڪرڻ کان پوءِ عازمين حج جي رهبريءَ جي لاءِ هيءُ ڪتاب سال 1329هه/ 1911ع ۾ لکي پورو ڪيو. هن ڪتاب ۾ حج جي شرعي حڪمن ۽ عرب جي سفر جو حال، بسط ۽ تفصيل سان درج ڪيو ويو آهي، تنهنڪري هن ڪتاب کي مطالعي جي آسانيءَ لاءِ ٻن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو پهرئين حصي ۾ حج سان واسطو رکندڙ فقهي حڪم آندل آهن ۽ ٻئي حصي ۾ حج جي سفر بابت عام معلومات آهي. هن ڪتاب ۾ حج جا سڀ مسئلا نثر ۾ بيان ڪيا ويا آهن. جيڪي حج تي لکيل ٻين ڪتابن خصوصاً 'حيات العاشقين' ۾ منظوم سنڌيءَ ۾ ڏنل آهن. جيتوڻيڪ هن ڪتاب کي لکئي ڪافي عرصو گذري چڪو آهي، تڏهن به "حج رهبر" جي حيثيت ۾ حج جي سفر ڪندڙن خواهه حج جي مسئلن جي سکيا لاءِ ان جي افاديت ساڳي آهي. ان وقت جي حج جي سفر سان واسطو رکندڙ عام معلومات هن وقت تاريخي مواد جي اختيار ڪري ورتي آهي.

**تحقيق**: زندگي جي مختلف پهلوئن جي علمي يا سائنسي انداز ۾ ڪيل ڇنڊ ڇاڻ يا اپياس ڪي تحقيق چئجي ٿو تحقيق جي مدد سان مختلف پهلوئن جي علمي، ثقافتي، تمدني، سائنسي، نفسياتي ۽ فڪري پاسن کي اجاگر ڪري سماج کي اڳتي، آسان زندگي گذارڻ، علمي واڌاري ۽ چڱ ڀلائي جي طريقن لاءِ تڪيل، توريل ۽ آزمايل طريقا استعمال ڪري سگهجن ٿا. جيتوڻيڪ تحقيق جي مڪمل وصف بيان ڪرڻ پيچيده آهي، پر پوءِ به ايترو چئجي سگهجي ٿو ته ڪنهن مسئلي جي پروسي جوڳي حل ۽ صحيح نتيجن تائين پهچڻ لاءِ تحقيق اهو منظم عمل آهي، جنهن ۾ حقيقتن جي ڳولا ۽ انهن جي ڇنڊ ڇاڻ جو تفصيل وار بيان لکل هجي ٿو. ان لاءِ چئي سگهجي ٿو ته تحقيق جو تعلق ڪنهن مسئلي ۽ ان جي پروسي جوڳي حل جي ڳولا سان وابسته آهي. اهو حل يا نتيجو پروسي جوڳو هئڻ لاءِ هڪ خاص انداز ۾ اپياس لازمي آهي. ڪنهن مسئلي جو حل ۽ ملندڙ نتيجا، ڪنهن به قسم جي شڪ شبهي ۽ ان جي امڪاني حد تائين رد نه ڪري سگهڻ سان ئي تحقيق جي عمل جي ڪاميابيءَ جو دارومدار رهي ٿو.

عربي، فارسي، اردو يا سنڌي لغتن ۾ لفظ تحقيق جي لغوي معنيٰ ڏسبي ته ان جو سولي سنڌيءَ ۾ مطلب ٿيندو "پڪ ڪرڻ، خاطري ڪرڻ يا ڪنهن ڳالهه جي حقيقت تائين پهچڻ". ساڳي ريت وري انگريزي ڊڪشنرين ۾ "Research" جي معنيٰ وري ڳولڻ ۽ اصطلاحي معنيٰ "ڪا به نئين حقيقت ڳولي پڌري ڪرڻ" آهي. جنهن جو مقصد ته ڪنهن به موضوع تي گهري نظر وجهي، ان جي هر پاسي کان ڇنڊ ڇاڻ ڪئي وڃي ته ان موضوع تي وڌيڪ ڄاڻ ملي سگهي. تحقيق جو مقصد آهي ته جيئن فطرت يا انساني زندگيءَ جي الڳ الڳ مسئلن جو حل تلاش ڪرڻ. تحقيق، انساني علم ۽ سنڌس ڄاڻ کي وڌائي ٿي. حقيقت ۾ انساني تهذيب، تمدن ۽ سيپتا جي ارتقائي تحقيق جي عمل سان ئي اهو سڀ ممڪن ٿي سگهي ٿو ڪنهن به علمي شاخ تي تحقيق ڪندڙ کي 'محقق' چوندا آهن. ان جا به معيار مقرر ڪيل آهن ته: (1) دليل بازي جي قوت رکندڙ هجي، (2) حافظي جي قوت رکندو هجي، (3) ذهني سچائي، (4) موضوع ۾ سنڌس دلچسپي هجي ۽ ان کي نبائڻ جو حوصلو رکندو هجي، (5) مسئلي جي حل لاءِ وڌس جستجو وارو جذبو هجي. تحقيق جا هيٺيان قسم آهن:

**تجرباتي يا سائنسي تحقيق** (Scientific Research): هيءَ هڪ روايتي انداز واري تحقيق آهي، جنهن کي سائنسدان پنهنجي ليبارٽريءَ اندر استعمال ڪندا آهن. محقق ڪنهن اصول جو جائزو وٺڻ لاءِ هڪ تجربو ڪندو آهي. تجربي جو انتظام عام طور اهڙي نموني ڪيو ويندو آهي ته جيئن اهي حالتون پوريءَ طرح محقق جي قبضي ۾ رهن. جن تحت ڪيس جائزو وٺڻو آهي، ان ڪري انتهائي سائنسي انداز وارا تجربا ليبارٽريءَ اندر ٿي ڪيا ويندا آهن. ان طريقي سان ڄاڻ مهيا ڪري ڏيندڙ شخص يا لائبريرين وغيره کي ڪيترن ئي مسئلن سان منهن ڏيڻو ڪونه ٿو پوي، جن جو ليبارٽريءَ واري جائزي دوران پيش اچڻ جو امڪان رهي ٿو. جيتوڻيڪ ڪجهه خاص قسم جي ليبارٽرين ۾ اشارياتي نظام کي عمل درآمد ڪرڻ جو ڪم ٿي چڪو آهي، پر ان جي باوجود لائبريريءَ ۽ خبر رسائيءَ جي مسئلن واري هڪ چڱي ۽ وسيع دائري ۾ تجرباتي تحقيق جي طريقن کان ڪم وٺڻ ممڪن هوندو آهي.

ڪنهن به قسم جي تجرباتي تحقيق ڪرڻ لاءِ ان جو بنيادي جزو Hypothesis يعني فرض يا قياس تي ٻڌل هوندو آهي. جو عام طور ڪنهن مڪمل نظام جي مختلف عنصرن جي وچ ۾ ڳانڍاپي جي باري ۾ هڪ رٽا يا اصول جي شڪل ۾ هوندو آهي. تجربي جو مقصد صرف اهو هوندو آهي ته واسطيدار قياس يا انومان صحيح آهي يا نه!

تحقيق جو مقصد جيئن ته ڪي حقيقتون معلوم ڪرڻ هوندو آهي، ان ڪري پهرين ڪي ڪي مفروضا، ڳڻ يا انومان ڪرڻ هوندو آهي، جن کي انگريزي ۾ Hypothesis چئبو آهي، جنهن جي مدد سان نتيجا اخذ ڪرڻ ۾ آساني ٿيندي آهي.

**تاريخي تحقيق (Historical Research):** تجرباتي تحقيق، جنهن جو وڪاس (ترقي) سائنسي اصولن هيٺ ٿئي ٿو، ان جي برعڪس تاريخي تحقيق مڪمل طور تي عمرانيات جي پيداوار آهي، ان مان ڪجهه سکڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي ٿي. اهڙيءَ طرح هيءَ تحقيق نج بيانيه انداز واري ٿي سگهي ٿي، جنهن ۾ حالتن جو سلسليوار جائزو ورتو وڃي ٿو ۽ ڪنهن شيءِ جي ترقيءَ جي هر ممڪن صورت وسيلي هڪ مڪمل عڪس پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي ٿي. ان جو هڪ شاندار مثال ٿامس ڪيليءَ جي اها تحقيق هئي، جنهن جو موضوع هو عظيم برطانيه جي عوامي لائبريرين جي تاريخ (1845ع کان 1975ع تائين لنڊن لائبريري ايسوسيئيشن) جو هن قسم جي تحقيق جو مقصد عام طور تي حالتن جو جائزو وٺڻ ۽ ان جو بيان ڪرڻ هوندو آهي.

هڪ ٻئي قسم جي تاريخي تحقيق اصولن کي ثابت ڪرڻ لاءِ پڻ ڪئي ويندي آهي، جنهن جو طريقه ڪار ائين ٿيندو آهي ته شاهدين ۽ حوالن کي اهڙيءَ طرح ڪٺو ڪري پيش ڪيو ويندو آهي، جو ان مان ڪجهه نتيجا حاصل ڪري سگهجن. اهڙن نتيجن مان انهن اصولن جو صحيح يا غلط هئڻ ثابت ٿي پوندو آهي. هن قسم جي تحقيق جا سنا مثال نسبتاً ڪجهه گهٽ آهن.

تاريخي تحقيق جي فائدن ۽ نقصانن کي طئه ڪرڻ ڪجهه قدر مشڪل آهي، جيئن ته ڪنهن حد تائين اهو پڪ سان چئي سگهجي ٿو ته 'اها هڪ سٺي ڳالهه آهي'. ماضيءَ ڏانهن نظر ڊوڙائڻ سان اهو ممڪن ٿيو پوي ته ان ماضيءَ وارن تجربن جي روشنيءَ ۾ موجوده دور جي ڪجهه مسئلن جو ڪو صحيح فيصلو ڪري سگهجي ٿو.

ان سلسلي ۾ بنيادي صلاحيت، محقق ۾ تنظيمي لياقت جو هئڻ آهي. جڏهن ته اها گهٽتائي عام طور تي ڏٺي وئي آهي ته محقق پنهنجي گڏ ڪيل مواد کان بيحد متاثر ٿي ويندو آهي، ۽ ائين ڪندي پنهنجي مقرر ايياس جي اصلي مقصد ۽ انهن دستاويزن جي اهميت کي نظرانداز ڪري ڇڏيندو آهي، جن تي ڌيان ڏيڻ ان وقت انتهائي ضروري هوندو آهي.

ان سلسلي ۾ پهريون ڪم اهو آهي ته ان ڳالهه جي پڪ ڪئي وڃي ته ان جو موضوع پنهنجي ۽ مرياداڻن جي لحاظ کان قابل عمل آهي، وسعت ۽ تحقيق جي ڏيگهه ايتري هئڻ کپي جو ان لاءِ گڏ ڪيل مواد کي هڪ مناسب مقدار ۾ استعمال ڪري سگهجي. بظاهر ان جو دارومدار تحقيق جي نوعيت ۽ وسعت تي ئي هوندو آهي، جهڙي ريت پيشه ور لياقت يا ايم. اي جي ڊگريءَ لاءِ لکيل ڪنهن مقالي يا مونو گراف ۾ ان مقالي کان وڌيڪ گهرائي ۽ وسعت هوندي آهي، جيڪو ايم. اي جي تعليم دوران هڪ شاگرد جي حيثيت ۾ لکيل هوندو آهي. اهڙا سڀ مقالا، پنهنجي وسعت جي لحاظ کان وڏين ڪاميابين جي پيٽ ۾ ڪجهه گهٽ درجي وارا هوندا آهن. جيئن ڪيليءَ جي 'عوامي لائبريرين جي تاريخ' آهي. جنهن ۾ 'مددي ڪتابن جي فهرست' ۾ 438 ڪتابن جي يادداشت ڏيڪاريل آهي.

تحقيقي موضوع جي چونڊ ڪرڻ ۽ ان کي هڪ نئون روپ ڏيڻ لاءِ بظاهر اهو ضروري آهي ته ان لاءِ هٿ ڪيل مواد، ان جي نوعيت ۽ ان جي حاصلات جي وسيلن جو پوري طرح جائزو ورتو وڃي. ابلاغي (Mediumic) وسيلن جي پيٽ ۾ بنيادي وسيلن تي ڪم ڪرڻ ۾ شايد ڪجهه وڌيڪ وقت لڳي ويندو آهي. جيئن ته پنهنجيءَ ڄاڻ هيٺ آيل مواد تائين پهچڻ لاءِ پنهنجي وقت جو مناسب حصو خرچ ڪرڻ کپي، ان لاءِ ڏورانهين هنڌن تائين ملندڙ دستاويزن تائين پهچڻ بجاءِ پنهنجي شعبي جي اندر ٿيندڙ ڪم کي به ڪجهه وقت ڏيڻ ضروري آهي، ان سان گڏوگڏ واسطيدار اڻ ڇپيل مواد کي به نظرانداز نه ٿو ڪري سگهجي. الڳ الڳ ماڻهن کان ڄاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ سوالناما (Questionnare) موڪلڻ ۽ انهن سان شخصي طور ملڻ، ٻئي طريقا استعمال ڪرڻ گهرجن. اڄ ڪلهه اليڪٽرانڪ Audio-Visual مشينن ۾ رڪارڊ ڪيل معلومات به جلد ئي ملي سگهندي آهي، جن ۾ اهم لائبريرين جي سرپرستن سان ڪيل شخصي ملاقاتن جي تفصيلن جو ذڪر هوندو آهي.

تحقيق جي شروعاتي مرحلي ۾ ئي اهو طئه ڪري ڇڏڻ گهرجي ته حاصل ٿيندڙ معلومات کي لکڻ يا رڪارڊ ڪرڻ لاءِ ڪهڙو بهتر طريقو اختيار ڪيو وڃي ۽ پوءِ سموري تحقيقي عمل ۾ ان کي ڪهڙيءَ جاءِ تي ترتيب سان استعمال ڪيو وڃي. جيڪڏهن مواد ايترو ضروري آهي جو ان کي نظرانداز نه ٿو ڪري سگهجي ته ان کي گڏ ڪرڻ ۽ محفوظ ڪرڻ لاءِ Audio-Visual جهڙا ڪارگر ۽ اثرائتا طريقا اختيار ڪرڻ ضروري ٿيو پون.

تحقيق واري عمل دوران ڪڏهن ڪڏهن اهو ضروري هوندو آهي ته ايياس جي اوچتن نظر آيل مسئلن سان ٺاهه ڪيو وڃي ۽ پنهنجي تحقيقي عمل جي مڪمل خاڪي جو اندازو لڳائڻ جي ڪوشش نه ڪئي وڃي. جيڪڏهن ڪنهن خاص قاعدي قانون هيٺ ڪم ڪيو ويو وڃي ته ان ڳالهه جو ڌيان هئڻ کپي ته ان سلسلي ۾ اڳ ڪيترو ڪم ٿي چڪو آهي. تحقيق لاءِ ان جي عام طور ٿيل دائري جو جائزو وٺڻ به ضروري هوندو آهي، پنهنجي ڪم کي اهڙي نموني ڪرڻ گهرجي، جو تحقيق دوران اهو پنهنجو رستو بدلائيندو رهي. ان طرح تحقيق ڪندي وقت به وقت درپيش ايندڙ نون نون تجربن سان پنهنجي ڪم جي تڪميل لاءِ مختلف رستا کلندا رهندا آهن.

بهرحال ان سلسلي ۾ اهڙين حالتن پيدا ٿيڻ جو به امڪان رهندو آهي ته مستقبل واري رٿيل ڪم لاءِ رستو به محدود نظر ايندو آهي. اهڙيءَ صورتحال کان بچڻ لاءِ پنهنجي رهنما (Guide) يا موضوع سان واسطو رکندڙ ڪنهن ماهر سان صلاح مشورو ڪندو رهڻ گهرجي. جيئن ته اهڙن ڳنڀير موضوعن تي واسطيدار عالمن جي نظر گهري ۽ ايياس ڳوڙهو هوندو آهي ۽ اهي محقق کي فائديمند مشورن سان نوازي سگهن ٿا، ان لاءِ رهنما جي چونڊ به هڪ لحاظ کان خصوصي اهميت جي حامل آهي.

**تنظيمي تحقيق:** تنظيمي تحقيق جو آغاز ٻي مهاڀاري لڙائيءَ جي دوران ٿيو هو، جنهن جو مقصد هو ته جنگ جي ميدان جا نقشا تيار ڪندڙ فوجي، وڏي پيماني تي تنظيمي مسئلن سان منهن ڏيئي سگهن. ان وقت کان هيءَ طريقو مختلف قسمن جي تنظيمن لاءِ استعمال ٿيندو رهيو آهي. جن

۾ خبر رسائيندڙ ادارا، لائبريريون ۽ سماجي ڪم ڪندڙ تنظيمون به اچي وڃن ٿيون.

بنيادي طور هن تحقيقي عمل ۾ تنظيمي مسئلن لاءِ رياضيءَ جا طريقا ۽ اصول استعمال ڪيا ويندا آهن. تنظيمي تحقيق انهن عملن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪندي آهي، جن هيٺ مختلف تنظيمون يا ادارا پنهنجي مخصوص انداز ۾ ڪم ڪندا آهن. صورتحال کي صحيح طور سمجهڻ کان پوءِ ايندڙ مرحلو اهو هوندو آهي ته هڪ قسم جي تنظيم ٺاهي ويندي آهي، جنهن وسيلي انهن مختلف حالتن جو جائزو ورتو ويندو آهي، جيڪي ڪنهن تنظيم جي جدا جدا رٿائي جزن ۾ ڦير گهير ۽ تبديلي جي صورت ۾ ظاهر ٿيندا آهن. اهو سڀ ڪجهه تعميري نمونو وانگر ڪائيءَ ۽ ڪوڪي سان ڪو نه ٺاهيو ويندو آهي، پر ان جي تعمير ۾ عمل جي برابري ۽ ڪي مجيل فارمولا استعمال ڪيا ويندا آهن. هن نموني کي رياضيءَ جي برابريءَ واري هڪ ڊگهي سلسلي جي صورت ۾ پيش ڪري سگهجي ٿو. انهن برابرين کي ان مخصوص تنظيم جي ڳڻ جو صحيح طور تي اندازو لڳائڻ لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي.

4. **عملي تحقيق (Action Research):** جهڙيءَ طرح موليري جي هڪ ڪردار کي اهو محسوس ٿيڻ کان پوءِ تعجب ٿيو هو ته هو ڪيئن نه گذريل چاليهن سالن کان پنهنجي اڻڄاڻائيءَ ۾ نثر ڳالهائيندو رهيو آهي. ساڳيءَ طرح لائبريرين جي ڪيترن ئي سربراهن ۽ معلومات مهيا ڪندڙن کي اهو ڄاڻي واقعي ئي حيرت ٿيندي آهي ته هو ڪيترن سالن کان عملي تحقيق جي دائري ۾ زبردست ڪم ڪندا رهيا، آهن ۽ ڪين ان ڳالهه جو ڪڏهن احساس به ڪو نه ٿيو آهي ته هو اهم ڪم سرانجام ڏيئي رهيا آهن.

عام لفظن ۾ عملي تحقيق جو ڪم ڪنهن شيءِ کي قائم ڪرڻ ۽ پوءِ ان جو رد عمل ڏسڻ لاءِ ڪيس اڳتي وڌائڻ هوندو آهي. عملي تحقيق کي به تجرباتي تحقيق جي صف ۾ شمار ڪري سگهجي ٿو. فرق صرف ايترو آهي ته تجرباتي تحقيق، ليبارٽريءَ اندر ٿيندي آهي ۽ عملي تحقيق، لائبريريءَ ۽ تعليمي ادارن ۾ ڪئي ويندي آهي. هڪ لحاظ کان ان جي اهميت ان ڪري به آهي، جو ڪيترين ئي حالتن ۾ ڪنهن عمل جي امڪان جو جائزو وٺڻ جي صرف اڪيلي صورت اها هوندي آهي ته ان عمل کي اڳتي وڌايو وڃي، بهرحال اهو عمل سرانجام ڏجي ۽ پوءِ اهو ڏٺو وڃي ته ان جو نتيجو ڇا ٿو نڪري.

صحيح معنيٰ ۾ عملي تحقيق جو مقصد ان کان به ڪجهه وڌيڪ هوندو آهي، ان کي عملي تحقيق تڏهن ئي چئي سگهجي ٿو جڏهن ان رٿا يا عمل جي مقصد جو تعين لڳاتار نموني ٿيندو رهي ۽ ان جي اندر ڪجهه محرڪ به موجود هجن، جي سندس اڀياس دوران پڙهيل مواد کي ان تحقيقي عمل ۾ اهڙيءَ طرح رد ڪري ڇڏين، جو اهي عمل ۽ تجربي جي روشنيءَ ۾ پاڻيائي شيءِ بڻجيو پون.

جيستائين ادب جي تخليقي عمل جو تعلق آهي ته اهو به عمل ۽ سبب جي اصول کان آجو ٿي نه ٿو سگهي. ادبي تخليق اهو عمل آهي، جنهن ۾ سڌيءَ يا اڻ سڌيءَ طرح رچناڪار (تخليقڪار) جي قلبي، مادي ۽ سماجي حيثيت، سبب جي صورت ۾ عمل درآمد ٿئي ٿي، رنگ روپ يا انداز بيان ۽ طرز تحرير جو عمل به ڪنهن نه ڪنهن سبب کان ئي ٿيندو آهي. ادبي محقق انهن ئي باقاعدگين ۽ عمل ۽ سبب جي سلسلن جي تحقيق ڪري ٿو.

**ادبي تحقيق:** ڪو وقت هو جڏهن ادب کي تحقيق جي صف ۾ شمار ڪو نه ڪيو ويندو هو. ان جو تعلق صرف تنقيد ۽ تبصري واري عمل سان ئي هوندو هو. پوءِ جڏهن سماجي علم (Social Sciences) وجود ۾ آيا ته اهو محسوس ڪيو ويو ته سائنسي طريقن جي استعمال سان به هن شعبي ۾ صحيح نتيجن جي حاصلات ممڪن آهي. تنهن ڪري ادب کي به تحقيق جي دائري ۾ شامل ڪيو ويو. اهڙيءَ طرح ادب به پنهنجي ظاهري توڙي معنوي هيئت جي لحاظ کان هڪ قابل تحقيق موضوع ثابت ٿيو. ان جي معنوي هيئت جو تعلق نفسيات ۽ سماجي سائنس (Social Science) سان ڳنڍيو ويو ۽ ظاهري هيئت لسانيات (Linguistics) جي دائري ۾ اچي وئي. ان طرح ادب، داخلي تحقيق جو موضوع بڻجي پيو جنهن ۾ محقق، پنهنجي تجرباتي عمل جي حدن کان ٻاهر نه ٿو نڪري. ادب ۾ جيڪي به تخليقي ۽ نفسياتي تفصيل ڏنل هوندا آهن. انهن جي ڇنڊڇاڻ ۽ هيئت جو اڀياس محقق جو حقيقي مقصد هوندو آهي. تنهن کان سواءِ ادب ۾ خارجي تحقيق جا امڪان به پيدا ٿيا، جن ۾ ٻين شين (موضوعن) ۾ نتيجا حاصل ڪيا ويندا آهن. ائين نه صرف ادبي تحقيق جي امڪانن ۾ واڌارو آيو، پر ادبي تحقيق جي عمل جون حدون به وسيع ٿينديون ويون. ان سان گڏوگڏ اهو سوال به پيدا ٿيو ته تحقيق جهڙي ذهني عمل جي وجود ۾ اچڻ سان تنقيد ۽ ادب جي وچ ۾ تعلق هئڻ به ممڪن آهي يا نه؛ ابتدا ۾ ته تحقيق جا حيرت انگيز نتيجا ڏسندي اديب ۽ نقاد هٻڪي ڇرڪجي ويا، پر جلد ئي جڏهن ان دماغي عمل جي افاديت ظاهر ٿيڻ لڳي ته نقادن به ادب جي ميدان ۾ پنهنجي هڪ هٽيءَ کان موڪلائي ڇڏيو.

**تحقيق ۽ تنقيد:** تنقيد جو بنيادي مقصد ڪنهن ادبي تخليق جو مڪمل ۽ تفصيلي جائزو وٺڻ هوندو آهي، اهو عمل ٽن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو: (1) تاثر قبولڻ، (2) ڇنڊڇاڻ ۽ (3) قدر ۽ قيمت جو تعين يا فيصلو ڪرڻ.

تنقيد جو مقصد ڪنهن ادبي تخليق جي ليکڪ جي تخليقي صلاحيت ۽ ان رچنا کي وڌيڪ پرڪشش بڻائڻ جو ڏانءُ پڙهندڙن تي ٿيڻ واري تاثر جو جائزو وٺڻ هوندو آهي. **(ڏسو: تنقيد)**

رچنا (تخليق) جو عمل به تخليقڪار ۽ تخليق جي پڙهندڙ جي ڳانڍاپي تائين محدود هوندو آهي. صرف اسلوب ۽ لکڻيءَ تي تنقيدنگار جي عمل ۾ سندس شخصي دلچسپين جو به دخل رهي ٿو. جڏهن ته محقق پنهنجي ذاتي دلچسپين ۾ انفرادي نقط نظر کان هٽي ڪري پنهنجو ڪم بلڪل طرفداريءَ سان ڪري ٿو. هڪ نقاد جي نگاهه شخصي ٿئي ٿي، جڏهن ته محقق ان شيءِ کي موضوعاتي (Objective) نقط نظر سان ڏسي ٿو. محقق لازمي طور ڪنهن هڪ مسئلي کي ساڻ ڪري اڳيان وڌي ٿو، جنهن جو تعلق خصوصي طور دماغ سان ٿئي ٿو. هو ان مسئلي جو حل تلاش ڪندي ئي مطمئن ٿئي ٿو. جڏهن ته نقاد ان مسئلي جي ماهيت ڄاڻڻ کان پوءِ پنهنجو ڪم اتي ئي ختم ڪري ڇڏي ٿو. محقق ۽ نقاد جي ڪم ڪرڻ جو طريقو به اڪثر مختلف هوندو آهي. محقق جي طريقي ۾ سچاين جي ڇنڊ ڇاڻ انتهائي اهم هوندي آهي. گڏ ڪيل حقيقتن جي دماغي ڇنڊڇاڻ ۽ رٿا يا ڪَٽَ سَٽَ ئي محقق کي منزل تائين پهچائين ٿيون. ان جي برعڪس هڪ نقاد، سمورين ممڪن سچاين کي ڪٺو ڪرڻ ۽ انهن جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ کي ضروري نه ٿو سمجهي. هو گهٽ ڪري چند حقيقتن جي بنياد تي ڪنهن تخليق جي ٻاهرئين خوبين جي ڇنڊڇاڻ ۾ ئي مصروف رهندو آهي. تنقيد نگار جي ڪم ڪرڻ واري طريقي ۾ سوچ ويچار کي هڪ اهم مقام حاصل هوندو آهي، جڏهن ته محقق ان سوچ ويچار جي نسبت حقيقت ۽

ثبوتن جي آڌار تي ڪٿ سٽ ڪندي تجرباتي انداز ۾ ان جي ترتيب ۾ رڌل رهندو آهي. محقق ۽ نقاد جي مقصدن ۾ به فرق هوندو آهي. تنقيد نگار جو مقصد ادبي تخليق جي ظاهر ڪرڻ واري ڍنگ ۽ ٻاهرينءَ هيئت جي خوبين جو فيصلو ڪرڻو آهي، جڏهن ته محقق جو مقصد موجوده انساني ڄاڻ جي پنڌار ۾ اضافو ڪرڻ هوندو آهي. انهن حقيقتن جي باوجود به تحقيق ۽ تنقيد نگاري ٻئي لازم ملزوم عمل آهن.

ادبي تحقيق هڪ لحاظ کان عالماڻي تحقيق جي دائري کان ٻاهر ناهي، ان ڪانسواءِ تعليمي تحقيق (Academic Research) ۽ سماجياتي پڻ تحقيق جا اهم قسم آهن.

سائنس وانگر تحقيق جا اصول به جامد نه پر تبديل ٿيندڙ هوندا آهن. تحقيق جو مقصد جيئن ته ڪي حقيقتون معلوم ڪرڻ هوندو آهي، ان ڪري پهريان ڪي مفروضا، گمان يا انومان قائم ڪرڻا پوندا آهن، جن کي انگريزيءَ ۾ Hypothesis چئبو آهي، جنهن جي مدد سان نتيجا اخذ ڪرڻ ۾ آساني ٿيندي آهي.

**تحقيق لاءِ ڪي نڪتا (Characteristics of Research):**

1. صحيح تحقيق اها آهي، جيڪا نئين معلومات ڏئي ۽ نوان نتيجا ظاهر ڪري ساڳيون ڳالهيون وري نئين ترتيب سان لکڻ تحقيق ڪا نه هوندي آهي. (اسان وٽ لئي ڦينچيءَ جي ذريعي حوالا، بلڪ ڪتابن مان صفحن جا صفحا نقل ڪري، هڪ هنڌ گڏ ڪري ماڻهن تحقيق ڪئي آهي).
2. تحقيق ۾ تسلسل ضروري آهي.
3. اها مقرر اصولن موجب هجي.
4. زير بحث موضوع بابت اڳ ٿيل سموري تحقيق جو علم هجي ۽ اتان شروع ڪجي، جتان اها ڇڏي وئي هجي.
5. اها منطقي ۽ معروضي (Logical & Objective) هجي، يعني شخصي جذبات کان پاسو ڪندي معروضي انداز ۾ هجي.
6. پهرين مفروضا (Hypothesis) قائم ڪري پوءِ انهن جي پنيرائي لاءِ مواد هٿ ڪري ثابت ڪجي.
7. هر ڳالهه چٽي نموني ڪيل هجي.
8. تحقيق جي خاص اصطلاحن (Terms) جو صحيح استعمال ۽ حقيقتن توڙي انگن اکرن کي صحيح طريقي (Accuracy) سان پيش ڪجي.
9. جلد بازي ڪري ذاتي فيصلا صادر نه ڪجن، بلڪ مواد ۽ مقصد مان فيصلا ڪرڻ کپن ۽ جن ۾ بي ريا يا غيرجانبدار رهجي.
10. عالماڻي تحقيق ۾ معلومات گڏ ڪرڻ يا Data collection کان وٺي، ان مواد کي محفوظ ڪرڻ ۽ خبرداريءَ سان استعمال ڪرڻ تائين اصولن جي پوئواري ضروري آهي

**تحقيق جا اصول ۽ ان جا طريقا (Research Methods):**

اصول بنياد طور تي هميشه کان ساڳيا رهيا آهن، پر موجوده صديءَ ۾ انهن کي باقاعده علمي حيثيت ملي آهي. تحقيقي اصولن کي ياد ڪرڻ لاءِ چوندا آهن ته انگريزي لفظ MOVIE ياد ڪريو:

حسابي ڪم وارو اختيار ۽ جامعيت M= Mathematical Precision

معروضيت يا غيرجذباتيت O= Objectivity

تصديق جوڳو هئڻ V= Verifiability

غيرجانبداري I= Impartiality

ماهر فن هئڻ E= Expertses

انهن مکيه اصولن ڪانسواءِ ثبوتن تي مشتمل حقيقتن يا Evidence based facts پاڻمرادو درست ثابت ٿيندڙ ڳالهين (Self correcting) فني اصطلاحن Terminology جي ڄاڻ پڻ تمام ضروري هوندي آهي.

تحقيق لاءِ ضروري آهي ته محقق کي سهولتون به ميسر هجن، جن کان سواءِ تحقيق ناممڪن يا اڻپوري رهندي. سڀ کان اول ڄاڻ جي وسيلن، مثال ڪتابن لاءِ لائبريريءَ جي سهولت، ٻيو ته مالي طور مطمئن هجڻ، ٽئين نمبر تي سفر ۽ رابطن جي سهولت ۽ چوٿين نمبر تي گهربل سامان، ليبارٽريون، اوزار ۽ مشينون وغيره. تحقيق جا ٻه طريقا مڃيا ويا آهن، جيڪي آهن: 1. معياري Qualitatine ۽ 2. مقداري Quantitatine. پهريون قسم علمي ادبي موضوعن جي تحقيق لاءِ ڪم ايندو آهي ته ٻيو موضوعن ۽ سوشل سائنس جي مضمونن لاءِ جنهن ۾ انگن اکرن جي ضرورت پوندي آهي.

**تحقيق الحديث** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مولانا فضل احمد غزنويءَ جو لکيل آهي، جنهن ۾ حديثن بابت تحقيقي مواد شامل آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 72 صفحا آهن ۽ قيمت 12 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، اداره تبليغ الاسلام آفتاب پرنٽنگ پريس، حيدرآباد ماه سال، 1944ع ۾ ڇپايو.




**تحقيق جو طريقيڪار** (ڪتاب): تحقيق جي فن بابت هيءُ ڪتاب ڊاڪٽر درشهوار سيد سهيڙيو آهي، جنهن ۾ تحقيق جي طريقه ڪار تي مختلف عالمن جا ليڪچر/ مواد شامل آهن. هي ڪتاب شاهه لطيف چيئر، ڪراچي يونيورسٽيءَ طرفان 1995ع ۾ ڇپايو ويو. ڊيمي سائيز ۽ پڪي جلد واري هن ڪتاب جي قيمت 110 رپيا آهي، جڏهن ته منجهس 210 صفحا آهن.

**تحقيق جو فن ۽ ان جا اصول** (ڪتاب): هي ڪتاب تحقيق جي فن ۽ ان جي اصولن تي لکيو ويو آهي، جنهن جو اصل مصنف ڊاڪٽر عبدالستار دلوي آهي. ڪتاب جو اردوءَ مان سهڻي سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڊاڪٽر ٻلديو مٽلاڻيءَ ڪيو آهي. هن ڪتاب جو مقصد تحقيقي اصولن ذريعي ايم. فل ۽ پي.ايڇ.ڊيءَ جي شاگردن کي موضوع ۽ ان سان لاڳاپيل مواد جي چونڊ ۾ سهولت پيدا ڪرڻ آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو بمبئي يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي پاران 1997ع ۾ ڇپايو ويو هو ۽ هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد پاران 2006ع ۾ شايع ڪيو ويو آهي، ڪچو جلد 128 صفحن تي مشتمل آهي ۽ هن ڊيمي سائيز ڪتاب جي قيمت 100 روپيا آهي.

**تحقيق ۽ تنقيد** (ڪتاب): هي ڪتاب هند ۽ سنڌ جي نامياري ليکڪ هيري ٺڪر جو لکيل آهي، جيڪو سندس ادبي مقالن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب ۾ يارنهن مقالا شامل آهن، جن جو وچور هن ريت آهي: (1) سنڌي

تحقيقي مرڪز، پٽ شاهه

ڪافي: اڳي ۽ هاڻي. (2) پُراڻن دستخطن جي پڙهڻيءَ جا مسئلا. (3) شاهه لطيف جو پيغام. (4) شاهه سائينءَ جون الٽ باسيون. (5) ڀارتي سنت ڪاويه ۽ ساميءَ جو اسٿان. (6) قاضي قادن: هڪ مهان يوگي. (7) قاضي قادن جي ٻولي. (8) درويش روحل. (9) ڀارت ۾ سنڌي لوڪ ادب تي ٿيل ڪاريه. (10) ورهاڱي بعد ڀارت ۾ ادبي تحقيق جي اوسر. (11) مضمون ۽ سنڌيءَ ۾ مضمون نويسيءَ جي اوسر شامل آهن. هن ڪتاب جو مهاڳ ناماياري ليکڪ مُرليڌر جيٽلي لکيو آهي ۽ هن ڪتاب جو انتساب هن ريت آهي: "شيخ اياز جي نالي: وڏي وَٽ هُئي، ٻاروچو ٻنيور ۾". پوجا پبليڪيشنس دهليءَ پاران، هي ڪتاب ڊسمبر 1997ع ۾ شايع ٿيو. ڪچي جلد سان، 142 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 60 روپيا آهي.




**تحقيقي مرڪز، پٽ شاهه** (شاهه لطيف ايڪسيلنس سينٽر): سنڌ جي سدا حيات شاعر حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رح جي فڪري ۽ شاعرانه عظمت کي اجاگر ڪرڻ ۽ بين الاقوامي سطح تي ڀرپور انداز سان روشناس ڪرائڻ لاءِ 1995ع ۾ تڏهوڪي وزيراعظم پاڪستان محترمه بينظير ڀٽو هن تحقيقي مرڪز جو افتتاح ڪيو. پاڻ سينٽر آف ايڪسيلينس شاهه عبداللطيف جي نالي سان هڪ جامع پروگرام شروع ڪرڻ جو حڪم ڪيائين. سندس انهي حڪم ۽ هدايت تي گورنر سنڌ جي نگراني هيٺ انهيءَ رٿا کي تڏهوڪي ڪمشنر حيدرآباد ڊويزن جي سربراهيءَ ۾ شروع ڪيو ويو. هن ۾ شاهه صاحب جن جي آخري آرامگاهه پٽ شاهه کي سهڻو بنائڻ، سنڌ جي ثقافتي روين کي فروغ ڏيڻ ۽ شاهه سائينءَ جي فڪر ۽ پيغام کي سمجهڻ ۽ ان کي ملڪي توڙي بين الاقوامي سطح تائين پهچائڻ لاءِ لطيفي مطالعي جو تحقيقي مرڪز قائم ڪرڻ، انهيءَ جامع رٿا ۾ شامل آهن.

انهيءَ بنياد تي 9 آڪٽوبر 1995ع تي عبدالغفار سومري (تڏهوڪي ڪمشنر حيدرآباد)، پاران تشڪيل ڏنل ناميارن عالمن ۽ دانشورن جي ڪميٽيءَ جي گڏجاڻي ڪوٺائي ۽ "شاهه عبداللطيف ڀٽائي تحقيقي مرڪز" جو بنياد وڌو. جيستائين ان تحقيقي مرڪز لاءِ پٽ شاهه ۾ ڪو مڪمل بندوبست ٿئي، ان وقت تائين اداري جي عارضي آفيس ڪمشنر جي لئبريريءَ ۾ قائم ڪري، هن اهم علمي، فڪري ۽ تحقيقي ڪم جو آغاز ڪيو ويو. تحقيقي مرڪز جا مقصد هيٺيان رکيا ويا.

**تحقيقي مرڪز جا مقصد :**

(1) : هن اداري جو بنيادي مقصد اهو رهندو ته شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ تي شروع کان وٺي هن وقت تائين سنڌ اندر يا سنڌ کان ٻاهر سنڌي، انگريزي، اردو، فارسي، جرمن، فرينچ، عربي يا جن به ٻين ٻولين ۾ تحقيق يا ترجمي وارو مواد شايع ٿيو آهي، ان کي تحقيقي مرڪز لاءِ مرحليوار حاصل ڪرڻ.

(2) : لطيف سائين جي ڪلام جا قلمي نسخا يا انهن جا عڪس حاصل ڪرڻ.

(3): شاهه سائين جي ڪلام جا بمبئي ڇاپي کان وٺي، سنڌي ادبي سوسائٽي يا ٻين ادارن جيڪي به ليٿو ۾ رسالا شايع ڪيا آهن، انهن کي حاصل ڪرڻ.

(4): شاهه لطيف جي انهن رسالن کي پڻ حاصل ڪرڻ جيڪي نئين سنڌي صورتخطيءَ ۾ وقتاً بوقتاً شايع ٿيا آهن. (جهڙوڪ: گورنمينٽ ڇاپو، ميرزا قليچ بيگ وارو ڇاپو وغيره).

(5): شاهه لطيف جي ڪلام جا ٻين ٻولين ۾ ترجمو ٿيل رسالا يا ان جو ڪو به حصو جيڪو ڌارين ٻوليءَ ۾ شايع ٿيو آهي، اهي تحقيقي مرڪز لاءِ حاصل ڪرڻ.

(6): لطيف جي ڪلام جا شرح سان جيڪي به سر شايع ٿيا آهن، جهڙوڪ: ڊاڪٽر گربخشاڻي جو شرح ڪيل رسالو، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جا شرح سان شايع ٿيل رسالي جا مختلف جلد، انهن کي حاصل ڪرڻ.

(7): لطيف دنيا جو مهان شاعر آهي، صوفي فڪر ۾ هن جو مقام نهايت مٿانهون ۽ اعليٰ آهي، ان لاءِ اهو به ضروري آهي ته تحقيقي مرڪز لاءِ صوفي فڪر جي مڙني نظرين ۽ فلسفن متعلق ڪتابن کي حاصل ڪري، تحقيقي مرڪز جي زينت بنائجي، جيئن اهو ڪتابي مواد محقق کي تحقيق جي سلسلي ۾ ڀرپور مدد ڏئي سگهي.

(8): لطيف جي شاعري سنڌي ٻوليءَ جو اڻ ميو خزانو آهي، وٽن ٻوليءَ جا مختلف لهجا، لفظ، انهن جا مترادفات اڪيچار صورت ۾ ملن ٿا. ان لاءِ ٻوليءَ جي تاريخ ۽ ان سان واسطو رکندڙ ڪتابي مواد کي پڻ تحقيقي مرڪز ۾ جاءِ ڏيڻ.

(9) : لطيف کي سنڌي ڪلچر، جاگرافي ۽ تاريخ ۾ پڻ وڏو مقام حاصل آهي، ان لاءِ تحقيقي لحاظ کان ان قسم جي ڪتابي مواد کي تحقيقي مرڪز ۾ آڻڻ.

(10): لطيف جي شاعري سنڌ جي اساسي ۽ صوفيانه فڪري شاعري ۾ گهاڙيٽي ۽ ٽيڪنيڪ جي لحاظ کان سنڌي شاعري جي تاريخ ۾ عروج وارو مقام رکندڙ آهي، جتي پاڻ پنهنجي دور ۽ ان کان اڳ جي شاعرن کان متاثر آهن، اتي پنهنجي دور جي يا بعد جي شاعرن جي ڪلام تي سندن فڪري ۽ فني گهرو اثر نظر اچي ٿو. تقابلي مطالعي لاءِ اڳين توڙي پوئين شاعرن جي ڪلام جا بياض تحقيقي مرڪز ۾ گڏ ڪرڻ.

(11): شاهه سائين تي، شاهه لطيف ثقافتي مرڪز، سنڌ اطلاعات کاتو، شاهه لطيف چيئر، ڪراچي يونيورسٽي ۽ سنڌ جي مختلف علمي ادبي تنظيمن يا ٻين ادارن جيڪو مواد شايع ڪيو آهي، اهو حاصل ڪرڻ.

(12): شاهه سائين تي ٿيل ريڊيو پروگرام، ٽي وي پروگرا يا ساليانه عرس مبارڪ جي رڪارڊنگ ۽ ان کي شروع کان وٺي حاصل ڪرڻ.

(13): ڀٽ شاهه تي لطيفي راڳ جي سرواڻ سائين غلام شاهه (مرحوم) جي راڳ جي مڪمل ريڪارڊنگ سنڌالاجيءَ ۾ موجود آهي، ان کي حاصل ڪرڻ ۽ ان کي عام ڪرڻ لاءِ جتن ڪرڻ.

(14): شاهه سائينءَ تي هن وقت تائين جن صاحبن پي. ايڇ. ڊي ڪئي آهي يا ڪري رهيا آهن. انهن پنهنجي ٿيسز لاءِ جيڪو سورس مٽيريل گڏ ڪيو، ان کي تحقيقي مرڪز لاءِ حاصل ڪرڻ ۽ شاهه تي لکيل هر لکٿيءَ کي اداري لاءِ حاصل ڪرڻ.

(15): شاهه لطيف جي ليکڪن جي ڊائريڪٽري تيار ڪرڻ، جنهن ۾ ليکڪ جو تعارف ۽ هن لطيف تي جو ڪجهه لکيو آهي، ان جو وچور ڏيڻ.

(16): شاهه سائين جي معروف توڙي غير معروف راڳاين، ڪلام جي حافظن ۽ تحت اللفظ ڪلام پڙهندڙن جي ڪلام کي رڪارڊ ڪري محفوظ ڪرڻ ۽ ڪلام جي حافظن جي ياداشت تيار ڪرڻ.

جڏهن ڪمشنري نظام ختم ٿي رهيو هو، ان وقت هن مرڪز جو انچارج محمد حسين ڪاشف هو. سندس درخواست تي هو چند الماڙين سميت سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي عمارت ۾ شفٽ ٿي آيو. انچارج ڪي پگهار ثقافت کاتو ڏيندو هو. بعد ۾ بيماريءَ بعد هن استعيفيٰ ڏئي ڇڏيائين. تازو 2010ع ۾ شاهه لطيف جي ساليانيءَ عرس تي وزير ثقافت، حڪومت سنڌ محترم سسئي پليجو ڀٽ شاهه ۾ ريسرچ سينٽر (تحقيقي مرڪز) جو سنگ بنياد رکيو، جنهن کان پوءِ اٿارٽيءَ ۾ پيل ڪتابن جون الماڙيون ۽ مواد ان سينٽر ڪي منتقل ڪيو ويو آهي. هن تحقيقي مرڪز ۾ "شاهه لطيف جي سجاڳي" عنوان سان محمد حسين ڪاشف صاحب جيڪو ڪم ڪيو هو، ان جو پهريون جلد ميلي جي موقعي تي ڇپائي پڌرو ڪيو ويو.

**تحليل نفسي**: فطرت جي نظام کي هڪ خاص طريقي سان تلاش ڪرڻ جي ڪوشش کي سائنس چيو ويندو آهي. ماهر نفسيات سگمنڊ فرائيڊ انساني نفسيات کي سمجهڻ لاءِ 'تحليل نفسيءَ' جو طريقو اپنايو، جيڪو هڪ ٽيڪنيڪ ئي نه بلڪ اصول به آهي، ته علاج جو طريقو به. تحليل نفسيءَ جي مدد سان جسماني ۽ ذهني مرضن جو علاج شروع ٿيو. فرائيڊ جي تجربيگاهه ڊاڪٽر جي هڪ ڪمري جهڙي هئي، ان ۾ سمهڻ جو به انتظام هو ته جيئن مشاهدي هيٺ آيل مريض سمهي به سگهي ۽ خواب به ڏسي سگهي يا هپناٽزم جي مدد سان لاشعوري حالت ۾ به آڻي سگهجي. انسان جي لاشعوري فطرت، خواب ۾ ڪافي حد تائين ظاهر ٿيندي آهي، ڇاڪاڻ ته خواب ۾ ان ماڻهوءَ جي دٻيل جذبن کي کليءَ طرح موقعو ملي ويندو آهي. خواب جي حالت ۾ اهو ذهن جي شعوري گرفت کان آزاد ٿي ويندو آهي ۽ جيئن سڀئي ڄاڻن ٿا ته خواب ۾ اهڙا عجيب ۽ غريب خيال ظاهر ٿيندا آهن، جيڪي شعوري حالت ۾ ظاهر نه ٿيندا آهن. خواب ۾ انسان اهڙا ڪم به ڪندو آهي، جيڪي بيداريءَ جي حالت ۾ ممڪن نه هوندا آهن. خواب يا لاشعوري حالت ۾ تجزيو ڪري، ذهن جي گهرائيءَ ۾ لڪل محرڪن جي ڄاڻ پئجي سگهي ٿي. فرائيڊ شعوري حالت ۾ به ڳالهه ڪرڻ، ان جي مسئلن کي سمجهڻ ۽ انهن مسئلن جي بنيادي سببن کي تلاش ڪرڻ ضروري سمجهيو. فرائيڊ دريافت ڪيو ته انسان ظاهر ۾ ته پنهنجي مسئلن کي سلجهائڻ چاهيندو آهي، پر ان ڳالهه تي اهو غير شعوري احتجاج ڪندو آهي ته متان ڪو سندس ڪچليل جذبن کي ڄاڻي وٺي، ڇاڪاڻ ته اهي خيال يا جذبا اڪثر "خراب" ۽ سماج جي مڃيل روايتن جا انڪاري هوندا آهن. انسان انهن کي پوريءَ سگهه سان لڪائيندو آهي ۽ اشاري ملڻ تي انڪار ڪندو آهي. نفسياتي ماهر تي ڪاوڙ ڪندو آهي، يا نيٺ هار کائي، انهن جذبن کي درست قرار ڏيندو آهي. درست قرار ڏيڻ جي عمل ۾ اسان پنهنجن ڪمن ۽ خيالن کي منطقي لباس ۾ پيش ڪندا آهيون، اسان اهو قبول نه ڪندا آهيون ته اسان جو ڪو خيال يا ڪم اسان جي اصولي نظام سان تعلق نه ٿو رکي. مثال طور: ڪو شخص سگريٽ نوشيءَ جي عادت کي ڇڏڻ لاءِ چوندو آهي، پر جڏهن اهو ٻيهر سگريٽ پيئڻ شروع ڪندو آهي ته چوندو آهي ته ان سان سندس دل خوش ٿئي ٿي. ڪڏهن چوندو آهي ته هو ٻين کي ڏسي سگريٽ پيئي ٿو يا اهو ته هڪ ٻيرو پيئڻ سان ڪو نقصان نه ٿيندو. اهڙيءَ طرح اهو ٻيا دليل به ڏيندو رهندو آهي. ڪو شخص جيڪو ٻارن کي تڪڙ ۾ مار


سگمنڊ فرائيڊ

موچڙو ڪري ويهندو آهي يا ٻين کي گاريون ڏيندو آهي، اهو ان لاءِ ڪيترن نمونن جا سبب ٻڌائيندو آهي. جيڪڏهن ان کي چيو وڃي ته انهن ڪمن لاءِ هن جو مزاج ئي ذميوار آهي ته هو ان ڳالهه کي ڪڏهن به نه مڃيندو، پر جيڪڏهن سمهڻ دوران هپناٽزم تحت هن جي ذهن جون ڳالهيون معلوم ڪيون وڃن ته پوءِ اهو اصلي ڳالهيون ٻڌائي سگهي ٿو.

تجربا ٻڌائين ٿا ته هپناٽزم ٿيڻ کان پوءِ ماڻهو ٻار جيان معصوم ٿي ويندو آهي. ان وقت ڪيس ٻاروتڻ جون ڳالهيون به ياد اچي وينديون آهن. پر شعوري حالت ۾ اهي وساريل ڳالهيون ياد نه ٿو رکي سگهي. ان مان ڄاڻ پوي ٿي ته اسان جي گذريل زندگي بيڪار نه ٿي رهي، پر شعور جي پويان لڪل رهي هر وقت سرگرم رهي ٿي. لاشعور جو عمل ان وقت نظر ايندو آهي، جڏهن شعور سرگرم نه هجي، يا ان عمل ۾ ڪا ڪوٽ پيدا ٿي پوي. خواب هپناٽزم يا ڇريائپ جي حالت ۾ جڏهن شعور جي گرفت انسان تي ڍري هوندي آهي ته لاشعور انسان جي شعور تي حاوي ٿي ويندو آهي. نتيجي طور انسان جا دٻيل جذبا ۽ خيال سامهون اچي ويندا آهن. تڏهن انساني ورتاءُ بدلجي ويندو آهي. ان صورت ۾ ڪو پاڻ کي وحشي سمجهندو آهي ته ڪو مست ملنگ نظر ايندو آهي. ڪو پاڻ کي پوليس وارو ته ڪو ڊاڪٽر سمجهڻ لڳندو آهي. ڪجهه اهڙيون دوائون به آهن، جن جي اثر سان لاشعوري ذهن آسانيءَ سان سامهون اچي ويندو آهي، شراب به ان ۾ شامل آهي.

فرائيڊ هڪ اهڙو طريقو ڳولي ڪڍڻ جي ڪوشش ڪئي، جنهن ذريعي خواب، دوا يا ڇريائيءَ جو سهارو حاصل ڪرڻ کان سواءِ لاشعور کي سامهون آندو وڃي. هن شروع ۾ هپناٽزم جي طريقي جو استعمال ڪيو، پر بعد ۾ آزادانه سوچ تي زور ڏنو، جنهن ۾ ماڻهوءَ کي ان ڳالهه تي آماده ڪيو ويندو آهي ته جيڪو ڪجهه به ذهن ۾ آهي، اهو بنا هٻڪ جي بيان ڪري. ان ڳالهه جو به خيال نه رکيو وڃي ته ڇا چوڻ صحيح يا مناسب ٿيندو. انهن بي ترتيب ڳالهين جي مدد سان ماهر نفسيات ان شخص جي لاشعوري ذهن کي ڪم ڪندي ڏسي سگهي ٿو. فرائيڊ محسوس ڪيو ته انسان جي زندگيءَ ۾ ٻاروتڻ جون گذريل ڳالهيون تمام اهم هونديون آهن. ماءُ پيءُ ۽ ڀيڻ ڀاءُ جي رويي جي وڏي اهميت هوندي آهي. فرائيڊ کي يقين هو ته جنس (Gender) انسان جي زندگيءَ جو سڀ کان طاقتور پر دٻيل عنصر آهي. هن جو چوڻ هو ته جنسي جذبا ٻاروتڻ ۾ به موجود هوندا آهن، جنهن جي هڪ علامت اها به آهي ته ڇوڪرو ماءُ جي ويجهو هوندو آهي ۽ ڇوڪري پيءُ سان خاص لڳاءُ رکندي آهي. ان لڳاءُ ۾ جيڪڏهن ڪا رڪاوٽ ايندي آهي ته ٻار اُن رڪاوٽ وجهندڙ کان نفرت ڪندو آهي. وڙهڻ جي ڪوشش ڪندو آهي ۽ جيڪڏهن ويڙهه ۾ هارائي ويندو آهي ته سندس خواهش دٻجي لاشعور ۾ گهر ڪري ويندي آهي. ٻار جو ڪنهن وڏي ماڻهو لاءِ رويو پيءُ جي تصور ۽ رويي کان متاثر ٿيل هوندو آهي.

فرائيڊ تسليم ڪري ٿو ته جنسي رويي کي ڪنهن حد تائين دٻائڻ ضروري آهي، پر ان حد تائين نه جيترو ان دور ۾ يورپي سماج ۾ مروج هو. اهو وڪٽورين دور هو، جنهن ۾ زندگيءَ طرف حوصلو ۽ اميد ته موجود هئي، پر سماج ۾ کليل فضا ۽ ماحول نه هو. پنهنجن جذبن ۽ خيالن سان گڏ پاڻ کي به ضرورت کان وڌيڪ ڍڪڻ، لڪائڻ ۽ روڪي رکڻ جي عادت هئي. جنس کي به دٻايو ويندو هو. (ايشيائي ملڪن ۾ جنسي جذبي کي يورپ کان وڌيڪ دٻايو ويندو هو.) فرائيڊ ٻڌايو ته انسان جي زندگيءَ ۾ جنسي جذبي کي ڪچلڻ سان ڪيترن ئي قسمن جون خرابيون پيدا ٿين

ٿيون، جن جي نتيجي ۾ انسان جو صحيح مزاج بنجي نه ٿو سگهي ۽ اهڙن انسانن جي ذريعي سماج جي مناسب ترقي ناممڪن آهي.

**تحوتمش**-III ( 1490- 1436 ق.م) : تحوتمش مصر جو فرعون هو. جيڪو ڏهن سالن جي عمر ۾ مصر جو فرعون بڻيو هو ۽ پوءِ ايندڙ ويهن سالن تائين بي اختيار بادشاهه رهيو. سندس چالاڪ ۽ لالچي ماٽيجي ماءُ راڻي هات شيپ هن بدران پاڻ کي بادشاهه سڏائڻ لڳي، پر پٽ کي شريڪ بادشاهه چوائڻ ۽ تير اندازي ۽ گهوڙي سواري جهڙن بادشاهي فنن جي سکيا وٺڻ جي اجازت ڏنائين. ان بعد جلد کيس لشڪر ۾ موڪلي، پاڻ کان پري ڪيائين ۽ پاڻ فرعون جا سمورا


تحوتمش

اختيار هلائڻ لڳي. هات شيپ جي موت بعد ئي تحوتمش فرعون جا اختيار هلايا. ان وقت تائين هو بادشاهي اختيار هلائڻ لائق ٿي چڪو هو. هن فوجي سکيا ۽ ٻين فنن مان مڪمل فائدو وٺندي، هڪ وسيع مصري سلطنت قائم ڪئي. هو هڪ قابل منتظم، ملڪي مدبر، تعميراتي ڪمن ۽ فنن جو سرپرست بڻيو ۽ کيس مصر جو عظيم ترين فرعون سمجهيو وڃي ٿو.

جڏهن تحوتمش کي اقتدار مليو، ان وقت مصر پنهنجي تاريخ جي ڏکئي دور مان گذري رهيو هو. تحوتمش جي ڏاڏي تحوتمش-I پنهنجي حڪومت ۾ شام کي مفتوح بنائي، اتي مصري اقتدار قائم ڪري ڇڏيو هو. پر هات شيپ جي حڪومت ۾ پوري ڌيان نه ڏيڻ ڪري مصري اثر رسوخ گهٽجي ويو هو. مخالف متحد ٿي ويا هئا ۽ خطرو پيدا ٿي چڪو هو ته ڪٿي اهي ان علائقي تي قبضو نه ڪري وٺن. تحوتمش پاڻ حڪمت عملي جوڙي ۽ ڪمانڊر انچيف جي حيثيت ۾ پنهنجون فوجون هڪ اهڙي رستي سان وٺي ويو، جنهن ڏانهن ڪنهن جو وهم گمان به نه هو. اوچتو حملو ڪري ڪين ميگيڊو وٽ شڪست ڏنائين ان فتح ۾ ذري گهٽ سڄو شام مصري اقتدار جي هٺ هيٺ اچي ويو.

تحوتمش جي حڪومت جا پويان ڏينهن مصري تاريخ جي سڀ کان شاندار دور جي شروعات سمجهيا وڃن ٿا. ان دور ۾ نه رڳو امن امان قائم هو، پر خوشحالي به هئي. مصري فن تعميرات عروج تي هو. تحوتمش کان پوءِ سندس پٽ آمن ٽوپ-II تخت تي ويٺو ۽ ان کانپوءِ سندس پوٽو تحوتمش IV حاڪم ٿيو. مصر جي ترقي ۽ شان شوڪت جو جيڪو دور تحوتمش جي آخري سالن ۾ قائم ٿيو، اهو هنن ٻنهي شهنشاهن جي دور ۾ به قائم رهيو پر سندس پڙ پوٽي ٽوپ-III ۽ سندس پٽ اخناتن جي ڏينهن ۾ مصر جو زوال شروع ٿيو. اخناتن هڪ سڌارڪ شهنشاهه هو. جنهن هڪ نئون مذهب متعارف ڪرايو. جنهن جو بنياد سج کي واحد ديوتا مڃڻ ۽ ان جي عبادت ڪرڻ هو. هن پنهنجي گاديءَ جو هنڌ ڦيرائي اخناتن (هاڻي تل ايل امرنا ) ۾ رکيو. فن تان پابنديون نرم ڪري ڇڏيائين. پر ماڻهن اهي تبديليون قبول نه ڪيون، جنهنڪري سندس سلطنت، آهستي آهستي ڪمزور ٿيندي وئي. اخناتن جي پٽ توتان خامن کي ورثي ۾ اهڙو مصر مليو. جيڪو اجا شاهوڪار هو، پر مختصر ٿي چڪو هو ۽ ان کي ٻيهر ڪڏهن به ماضيءَ وارو شان شوڪت نصيب نه ٿيو.

**تخاري**: ’تخاري‘، تخارستان جي رهاڪن جي ٻولي آهي. تخارستان بلخ ۽ بدخشان وچ ۾ موجود سرزمين آهي. عربن ۽ ساسانين جي حڪومت ۾ تخارستان ”امو درياهه“ کان ”هندوڪش“ جبل جي لڪن تائين وسيع هو. زبان شناسن جي اڪثريت جو خيال آهي ته تخاري زبان هند يورپي زبانن ۾ شامل آهي ۽ ان جو شمار ايراني زبانن ۾ نٿو ٿئي، پر اسلامي ڪتابن ۾ تخاري زبان کي ايراني زبان ڪوٺيو ويو آهي. البيروني ۽ بشاري مقدسيءَ هن زبان کي بلخي زبان جي قريب شمار ڪيو آهي.

**تَخت**: مَسَند، گادي. صندل. ٻيڙيءَ جو اڳيون پاسو. تخت ۽ تاج لفظ گڏ استعمال ٿيندا آهن. اها مسند، ڪرسي، صندلي، جنهن تي ڪو بادشاهه ويهي ان کي تخت چئبو آهي، تخت نشيني لاءِ اهي مخصوص هوندا آهن مثلاً تخت طائوس، تخت سليمان وغيره. تخت گاهه يعني ڪنهن ملڪ جي گاديءَ جو هنڌ، جيئن پاڪستان جي گاديءَ جو هنڌ اسلام آباد آهي، سنڌ جا تخت گاهه اڳاٽي دور ۾ الور (اروڙ)، منصوره، ٺٽو خدا آباد ۽ حيدرآباد رهيا آهن. پر هن وقت ڪراچي شهر، سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ آهي.


تخت

**تخت يَئي**: ٻوڌي دور جو هي ماڳ خيبر پختونخوا (سرحد) صوبي جي شهر مردان کان 15 ڪلوميٽر پري آهي. ساڳئي نالي سان جديد ڳوٺ به هن ماڳ جي ڀرسان آهي. هي ماڳ هڪ ٽڪريءَ تي آهي، جنهن جي ڀرسان هڪ وهندڙ


تخت يائي

چمشمو موجود آهي. هتي ٻڌن جي وهارن جا نشان ۽ وٿون، جن ۾ ٺلهه، ٺلهن جي چوڌاري پڪشوئن جي رهڻ لاءِ ننڍيون ڪوٺڙيون، هڪ وڏو هال ۽ گڏجي ماني کائڻ جو ڪمرو لڌا ويا آهن. ننڍا ڪمرا ننڍن درن سان ۽ گهٽو ڪري اونداها آهن. انهن ڪمرن جي وچ ۾ ويهڻ جو ٿلهو ٺهيل آهي، جنهن مان اندازو لڳايو ويو آهي ته شايد ٿلهي تي ويهي پوڄاري تپسيا ڪندا هئا.

هي ماڳ پهرين ق.م جو ڪتيل آهي، جنهن کي قديم آثارن جي ماهرن چئن دورن ۾ ورهايو آهي، هي ماڳ 2 صدي عيسوي تائين وسندي حالت ۾ رهيو ۽ ڪشان بادشاهن کان سواءِ پارٿين جي حڪمرانيءَ هيٺ رهيو. هن جو ٻيو دور ان ٺلهه جي اڏاوت، اسيمبلي هال جي اڏاوت آهي، اهي ٻئي وٿون اڄا به موجود آهن. جيڪي ٽين ۽ چوٿين صدي عيسويءَ جون اڏاوتون ڪتيون ويون آهن. چوٿين ۽ پنجين صدي عيسويءَ ۾ هن هنڌ تي ڪشانن ٻڌ جا ڪافي وهارا ٺهرايا، اهو هتي جي اڏاوتن جو ٽيون دور ليکيو ويو آهي، جڏهن ته ڇهين ۽ ستين صدي عيسويءَ ۾ هي ماڳ هنَن (Huns) جي حڪمراني هيٺ رهيو، انهن به ان قسم جي اڏاوتن ۾ واڌارا آندا.

هن ماڳ بابت سڀ کان اول هڪ فرنيچ آفيسر جنرل ڪورٽ 1936ع ۾ لکيو، جڏهن ته 1864ع ۾ هن ماڳ جي هلڪي کوٽائي ٿي 1920ع ۾ هن ماڳ جي کوٽائي ڪري سياحت لاءِ کوليو ويو. تخت ڀائي جي ڀرپاسي ۾ ٻيا کوڙ انهيءَ دور سان واسطو رکندڙ ماڳ مڪان موجود آهن، جن مان ڪن جا نالا رڪارڊ لاءِ ڏجن ٿا، جيئن: شير ڳڙهه، شيري ٻهلول، چارسده، لنڊ خوار ۽ ٽڪر خاص شهرت رکن ٿا. هي ماڳ دنيا جي ثقافتي ورثي طور 1980ع کان يونيسڪو جي نگراني ۾ سنڀال هيٺ آهي.

**تخت سليمانَ**: حضرت سليمان عليہ السلام جو تخت، جيڪو روايت مطابق جنن ديون جو ناهيل هو ۽ اُهي ئي حضرت سليمان جي تخت کي کڻي اُڏامندا هئا. پاڪستان جي اُتر- اولهه واري سليمان جبل جي چوٽيءَ کي به "تخت سليمان" چوندا آهن. تخت سليمان جو قرآن پاڪ ۾ به ذڪر آهي.


تخت سليمان

**تخت طائوس**: شاهه جهان بادشاهه جو ٺهرايل، مور جي شڪل جهڙو تخت، جيڪو دنيا جي عجائبات ۾ شمار ٿيندو هو. مغل شهنشاهه شاهجهان، تخت نشينيءَ کان پوءِ پنهنجي لاءِ هڪ قيمتي تخت تيار ڪرايو، جيڪو "تخت طائوس" سڏيو ويو. انهيءَ تخت جي ڊيگهه ٽيرهن وال، ويڪر اڍائي وال ۽ اوچائي پنج وال هُئي ۽ ڇهن پاون تي قائم هو، جيڪي خالص سون جا ٺهيل هُئا. تخت تائين پهچڻ لاءِ ٽي ننڍا ننڍا ڏاڪا ٺاهيا ويا هئا، جن ۾ ڏوراهين مُلڪن مان آندل هيرا ۽ جواهر جَڙيل هئا.


تخت طائوس

ٻنهي پاسن تي، ٻه خوبصورت مور، چُهنبن ۾ موتين جي لڙهي جهلي، پَرن کي کوليو ڇانوَ ڪريو بيٺا هوندا هئا. ٻنهي مورن کي ڇاتين تي ڳاڙها ياقوت به مڙهيل هئا. تخت جي پٺئين تختي تي قيمتي هيرا جڙيل هُئا، جن جو مُلهه ڪروڙين رپيا هو. تخت جي تياريءَ تي ڪروڙين رپيا خرچ آيو هو. جڏهن نادرشاهه دهليءَ تي حملو ڪيو ته، دهليءَ جي سموري دولت لُٽڻ سميت، "تخت طائوس" کي به پاڻ سان گڏ ايران کڻائي ويو.

**تخت نانگ** (King Cobra): نانگ جو هڪ قسم، جيڪو جوڳين جي خيال ۾ سيني نانگن جو سرتاج آهي. اهو اصيل نانگن جي نسل ۾ نانگن جو بادشاهه سڏيو ويندو آهي. انگريزيءَ ۾ هن کي "ڪنگ ڪوبرا" به سڏيندا آهن. هن نانگ جي ڳولا ۾ هزارين جوڳي پنهنجي زندگي ختم ڪري چڪا آهن. جوڳين جو خيال آهي ته جنهن به جوڳيءَ جي گهر ۾ تخت نانگ هوندو، اهو بخت ڀريو هوندو. تخت نانگ ڦڻ ڪڍي راند ڪرڻ وقت پنهنجو جسم جهلي نه سگهندو آهي ۽ نچندي نچندي ڪري پوندو آهي. تحقيق دوران هن نانگ جي ڦڻ جي چڪاس ڪئي وئي ته معلوم ٿيو ته، هن جي زهر جو اثر ايترو ته تيز آهي، جو ان جو ڏنگيل مريض اڌ ڪلاڪ تائين به مس زنده رهي سگهندو آهي. تخت نانگ ڪنهن به ٻئي نسل جي نانگ سان گڏ رهي نٿو سگهي. سندس ٻيون خاصيتون هن ريت آهن: (1) رات جو ٽي دفعا ڦڻ ڪڍي سر نمائيندو آهي، (2) اصيل ڪارن نانگن جي ڦڻ تي سواري ڪندو آهي، ۽ ٻيا نانگ سندس ويجهو، پاسي کان هلندا رهندا آهن ۽ (3) جڏهن مرضي پوندي اٿس، تڏهن ٻئي نانگ جي ڦڻ تي چڙهي سواري ڪندو آهي.


تخت نانگ

اصيل ڪارن نانگن جا جملي ست قسم ٿين ٿا، جن مان تخت نانگ سيني کان وڏو ۽ قد ۾ سيني کان ننڍو نانگ آهي. هن نسل جو هڪ قسم گلاب ۽ ٻين گلن ۾ ويهي خوشبوءِ وٺندو آهي. بيخبريءَ ۾ جيڪڏهن انسان اهڙي نانگ جي موجودگيءَ ۾ اهڙو گل سونگهندو ته نقصان ٿي سگهي ٿو، ان ڪري گل کي پٽڻ وقت چنڊڪو ڏجي. هيءُ نانگ آنا ڏيندو

آهي ۽ جوڳين جي ڄاڻ مطابق 35 هزار نانگن جي علائقي ۾ هڪ تخت نانگ رهندو آهي. هي عجيب، دلچسپ ۽ اٽلي نانگ صرف سنڌ ۾ ٿئي ٿو. جڏهن ته دنيا جي ٻئي ڪنهن به ملڪ ۾ اهڙو نانگ نه آهي.

**تخدج**: جيڪڏهن تاريخ جي ماده ۾ ڪجهه عدد گهربل عدد کان وڌيڪ آهن ته مناسب اشاري سان اوترا عدد گهٽائي ڇڏبا آهن. جنهن عمل کي "تخدج" چئبو آهي. مثال:

سال ان جو ريت هن فاضل چيو،
باب ري ديوان فاضل شاهه جو.
(فاضل شاهه)

هن ۾ ديوان فاضل شاهه جو عدد 1297 هجري نڪري ٿو. جنهن مان باب جا 5 عدد ڪاٽبا ته بچندو 1292، جيڪو تاريخ جو مادو آهي.

**تَخلص**: شاعر يا اديب جو ادبي لقب، مختصر نالو هي رواج فارسيءَ مان اردو ۽ سنڌي شاعريءَ ۾ داخل ٿيو. شاعر تخلص پنهنجي ڪلام جي آخر ۾ ڪم آڻيندا آهن. انهيءَ آخري شعر کي مقطع چئبو آهي. ايراني شاعرن 'تخلص' جي ايجاد پنجين هجريءَ ۾ ڪئي، جنهن جي تقليد سنڌي شاعريءَ ۾ به ڪئي وئي آهي. تخلص ڪٿي شاعر جي نالي جو جُز هوندو آهي ته ڪٿي نالي کان بلڪل الڳ اسم هوندو آهي. سنڌي ٻوليءَ جي شاعرن مان ڪن جا تخلص اصل نالن سميت هيٺ ڏجن ٿا:

ميرزا ٻيدل بيگ "ٻيدل"، مرزا قليچ بيگ "قليچ"، مرزا قاسم علي بيگ "قاسم"، شيخ مبارڪ علي "اياز"،مخدوم محمد زمان "طالب المولىٰ"، سيد احمد شاهه "استاد بخاري"، نور نبي "تنوير" عباسي، تاج محمد سمون "تاجل بيوس"، محمد پريل پيرزادو "انور"، خميسو خان "خاڪي" جويو، عبدالغفار ڀٽي "تبسم"، عبدالڪريم "ادل" سومرو، امداد علي شاهه "امداد" حسيني، راشد علي شاهه "راشد مورائي"، الهه بخش "آڪاش" انصاري، الھڏنو ٻيرو "سوز هالائي"،محمد خان شيخ "زيب سنڌي"، محمد رمضان لاشاري "بردو سنڌي"، نيڪ محمد شاهه "نثار حسيني"، اياز علي دل "اياز گل" تاج محمد "تاج" جويو، وغيره.

**تخليق**: تخليق جو مطلب آهي پيدا ڪرڻ. انسان جي تخليق جي باري ۾ قرآن مجيد ۾ چيو ويو آهي ته "۽ اسان انسان کي سُڪل مٽيءَ ۽ ڪاري گپ مان، جيڪا ڳاري گپ ۾ تبديل ٿي چڪي هئي، پيدا ڪيو ۽ جنن کي تيز ٻاھ مان پيدا ڪيو ۽ جڏهن تنهنجي رب فرشتن کي چيو ته آءٌ انسان کي سڪل مٽي، ڪاري گپ ڳاري مان پيدا ڪرڻ وارو آهيان ۽ جڏهن آءٌ ان کي مڪمل ڪريان ۽ ان ۾ پنهنجو روح ڦوڪيان ته توهان ان کي سجدو ڪجو" (15: 26 کان 29).

تخليق ڪائنات متعلق قرآن الحڪيم جي سورة الانبياءَ جي آية 30 ۾ ارشاد آهي ته: "آسمان ۽ زمين (منڍ ۾) مليل هئا، پوءِ اسان انهن کي جدا ڪري ڇڏيو ۽ پاڻيءَ مان سڀ ساهوارا پيدا ڪيا...."

تخليق جي باري ۾ رسول الله صلي الله عليہ وسلم جو ارشاد آهي ته: "سڀ کان پهريان الله هو، ان کان پهرين ڪابہ شيءِ ڪانہ هئي. پهريائين عرش خلقيائين، پوءِ هن آسمان ۽ زمين کي پيدا ڪيو ۽ لوح محفوظ ۾ هر شيءِ کي لکي رکيو (بخاري).

ويدن جي هڪ ٻجن ۾ ڪائنات جي تخليق بابت چيل آهي ته: "شروع ۾ ڪجهه ڪو نه هو سواءِ هڪ هستيءَ جي، جنهن جي هستي هن ڪائنات جي تخليق جو سبب بڻي، اهڙيءَ طرح الهامي ڪتابن: توريت، زبور ۽ انجيل ۾ به دنيا جي تخليق بابت ذڪر ڪيل آهي. الهامي ڪتابن ۾ چيو ويو آهي ته خدا شروع ۾ آسمان ۽ زمين کي پيدا ڪيو. جيئن ته زمين اونداهي هئي، خدا سج چنڊ پيدا ڪيا ۽ سوجهرو ٿيو. سوجهري کي ڏينهن سڏيائين ۽ اونداهيءَ کي رات سڏيائين. خدا حڪم ڪيو ته خشڪي ظاهر ٿئي. ائين خشڪي يعني زمين ٻئي ڏينهن ٺهي. گڏ ٿيل پاڻيءَ کي سمنڊ سڏيائين. نه ته اڳ ۾ زمين ۽ سمنڊ گڏيل هئا، پاڻي مٿان هو، زمين هيٺان. چوٿين ڏينهن آبي جاندار ۽ پکي پيدا ڪيائين. پنجين ڏينهن زمين تي ريڙهيون پائيندڙ جيو پيدا ڪيائين. ائين ڇهين ۽ ستين ڏينهن تائين ڪائنات مڪمل ڪيائين. قرآن شريف ۾ پڻ تخليق جا ڇهه ڏينهن ڄاڻايل آهن. انهن سمورن الهامي ڪتابن موجب ڪائنات ڇهن ڏينهن ۾ جڙي راس ٿي.



چنڊ جو ٺاڪي/ چمڪي کان پوءِ جو نھڻ

ڪائنات جي تخليق بابت هندو ديومالا جي اندازي مطابق مطابق "ڪائنات جي زندگي چئن يگن جي هڪ مها يگ جي ايڪائيءَ سان هن ريت ڪٿي وئي آهي:

سو مهايگ= هڪ مان ونتر
سو مان ونتر= هڪ ڪلپ
۽ ڪلپ= هڪ برهمني (ڏينهن رات)

جن چئن يگن مان "مهايگ" جو ايڪو ٺهي ٿو، سي عرصي پٽاندڙ هي آهن: (1) ستيہ يُگ 1,728,000 سال، (2) تريتايگ 1,296,000 سال، (3) دواپر يُگ 864,000 سال ۽ (4) ڪَل يُگ 432,000 سال. اهي ڪُل 4,320,000 (ٽيتاليهه لک ويهه هزار سال)=هڪ مها يُگ، ٻه هزار اهڙا مها يُگ = ڏينهن رات =2000x432,000=8,640,000,000 (8 ارب چوهٺ ڪروڙ سال ٿين ٿا).

ڪائنات جي تخليق ۾ ڌرتيءَ جي سالن مطابق 6 x 8,640,000,000 = 51,840,000,000 (51 ارب، 84 ڪروڙ) سال لڳا. هندو عقيدي موجب هر "مهايگ" يعني 43 لک ۽ ويهه هزار سالن بعد هڪ نئين دنيا وجود ۾ اچي ٿي. هڪ "منو" انهيءَ نئين دنيا کي قادر مطلق جي قاصد طور اچي آباد ڪري ٿو.

سائنسي علمن ۾ "فلڪيات جو علم" قديم ترين علم آهي. "علم فلڪيات" جي هڪ نظريي مطابق "خلا" ۾ هڪ جسم ستارو هو، جيڪو هڪ اونداهي کڏ (Black Hole) جي زبردست ڇڪ سبب ان ۾ ڪري غرق ٿي ويو. ڪائنات ۾ اونداهو سوراخ (Black Hole) هڪ اهڙي جاءِ آهي، جنهن جي ڪشش ثقل کان ڪا به مادي شيءِ يا توانائي بچي نڪري نه ٿي سگهي. فلڪيات جي ماهرن، اونداهي کڏ جي طاقتور ڪشش ثقل هيٺ آيل گئس جي تحرڪ جون تصويرون به ورتيون. بعد ۾ آمريڪن ائسٽرانامڪل سوسائٽيءَ

جي سالياني اجلاس (منعقد واشنگٽن تاريخ 7 جنوري 1998ع) ۾ سائنسدانن تسليم ڪيو تہ "بليڪ هول" جي وجود جو حتمي ثبوت ملي ويو آهي. اهو ڪهڪشان جي مرڪز ۾ سج کان چوويهہ هزار (26000) نوري سالن جي مفاصلي تي واقع آهي. مرڪزي بليڪ هول کي سئگيٽارس/ سيجيٽيريس اي. اسٽار (Sagitarius A. Star) نالو ڏنو ويو. ان جي پکيڙ نظام شمسي جي برابر آهي. پر سندس مادو ڪروڙين دفعا وڌيڪ آهي. بليڪ هول جو صحيح اندازو لڳائڻ انهي ڪري مشڪل آهي، جو ان جي زبردست ڪشش ۾ روشني بہ جذب ٿي وڃي ٿي. هاڻي اهڙا گهڻا اونداها سوراخ خلائي سمنڊ ۾ نظر اچي چڪا آهن.

هن کان اڳ سائنسدانن ۽ فلڪيات جي ماهرن جي اونداهي سوراخ واري نظريي (Black hole theory) سان مڪمل اتفاق نہ ڪيو هو ۽ ڪائنات جي تخليق متعلق هڪ بيو نظريو قائم ڪيو هو جنهن کي "وڏي ڌماڪي وارو نظريو" (Big Bang Theory) چئجي ٿو. انهيءَ تي بہ اتفاق راءِ نہ ٿي سگهيو هو. جيئن سائنس جي ترقي ٿيندي رهي، تيئن هڪ واحد تخليقي قوت ۽ ڪائنات جي باترتيب تخليق جي حقيقت ظاهر ٿيندي وئي.



بگ بئنگ جي پکيڙ جو تصويري ڏيک

ڌرتيءَ کان ٻاهر خلا تي تحقيق ڪندڙ فلڪيات جي ماهرن (Astronomers) کي تخليق جي راز معلوم ڪرڻ جا وڌيڪ موقعا ميسر آهن ۽ سندن ڪم بہ اوترو ئي مشڪل آهي. اسان جي ڌرتي جنهن نظام شمسيءَ (سورج منڊل) جو حصو آهي ۽ ان ۾ گردش ڪري رهي آهي، سو ڪُل ڪائنات جو هڪ اڻ لکو ذرڙو آهي. اسان جو سج اسان جي ڪهڪشان جي هڪ سو ارب ستارن مان فقط هڪڙو ستارو آهي. باقي ستارن جا پڻ پنهنجا نظام شمسي آهن. ان کان سواءِ ڪهڪشان کان پريان بيون لاتعداد ڪهڪشائون موجود آهن.

اڪثر مذهبي عالم، سائنسدانن جي نظريي کي رد ڪن ٿا. تنهن هوندي بہ جديد دور جا عالم سائنسي نظرين ۽ مذهبي عقيدن ۾ ڪو خاص فرق محسوس نہ ٿا ڪن. اهي دليل ٿا ڏين تہ اصل وڏو مادي جو گولو بہ ڪنهن تہ ناهيو؟ اهو ئي خالق اڪبر آهي، جنهن باقي تخليق ڪئي آهي ۽ ان کي ڪمال قدرت ۽ باقاعدگيءَ سان هلائي رهيو آهي. "قدرت جي قانون" هيٺ مادي جو وڏو گولو ڦاٽو ۽ ڌوڙ جي ڪڪرن مان اسان جو نظام شمسي جُڙيو. جڏهن ڌوڙ جا تابڪاري ذرا ٿڌا ٿي پاڻ ۾ گَڏجي ويا، پروٽان ۽ نيوٽران هڪ نيوڪلائيءَ ۾ گڏ ٿي عنصر ٺاهيا ويا ۽ ائٽمي دنيا وجود ۾ آئي. تڏهن ساڍا چار ارب سال اڳ اسان جو نظام شمسي قائم ٿيو سائنس هن قدرتي عمل جي تصديق ڪري ٿي.

بگ بئنگ يا وڏي زوردار ڌماڪي جي نظريي مطابق پندرهن ارب سال اڳ ڪائنات ۾ فقط هڪ وڏو مادو هو جيڪو مضبوطيءَ سان ڳتيل هو گهڻي گرميءَ سبب اهو مادو ڦاٽي پيو جيڪو گرم مادي جي ٽڪرن جي صورت ۾ اصل مادي جي چوگرد ڦرڻ لڳو ۽ تارن جي ميڙن (Galaxies) جي صورت ورتائين. انهيءَ مادي جي پروٽانن ۽ نيوٽرانن جي


شمسي نظام جو نهن

ميلاپ سان نيوڪلائي (Nuclai) پيدا ٿيا، جن مان عنصر (Elements) ٺهيا. مٽيءَ جا ذرا (Particles) ۽ گئس پاڻ ۾ ميلاپ ڪري خلا ۾ ٿڌا ٿيا، ۽ مٽيءَ جا ڪڪر ٿي جمي پيا. انهن ۾ ڪشش پيدا ٿي ۽ اهي وڌيڪ ننڍن ۽ ڳتيل حصن ۾ تقسيم ٿي ويا ۽ ڦرڻ لڳا. ڦرڻ ڪري مادو ٿلهو ۽ گول ٿيو ۽ مٽيءَ جي ڪڪرن جو ڪجهه حصو مرڪزي مادي جي چوڌير ڦرڻ لڳو. مرڪزي حصو سوڙهو ٿيو تہ ان ۾ گرميءَ جو درجو وڌي ويو. جيڪو ٻہ ڪروڙ ڊگرين کي وڃي پهتو ۽ ان مان ٿرمو نيوڪليئر (Thermonuclear) رد عمل پيدا ٿيو ۽ بي انتها توانائي (Energy) خارج ٿي، جنهن مان ڌرتيءَ جو سج ٺهيو. اهڙي طرح باقي گردش ڪندڙ مٽيءَ جي ڪڪرن مان گرهہ ۽ مادا ٺهيا. سج جا نو گرهہ: عطارد (Mercury)، زهره (Venus)، ڌرتي (Earth) ۽ مريخ (Mars) پاڻ ۾ قريب تر آهن ۽ وڌيڪ وڇوٽيءَ تي مشتري (Jupiter)، زحل (Saturn)، يورينس (Uranus)، نيپچون (Neptune) ۽ پلوٽو (Pluto) آهن.

سائنس جو بہ موقف آهي تہ قديم ترين جبلن ۽ شهاب ثاقب جي ٽڪرن ۾ شيهي (Lead) جي آئسوٽوپس (Isotopes) جي نسبتي مقدار وغيره مان عمر جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو ۽ لڳايو بہ ويو آهي. اهڙيءَ طرح "ڌرتيءَ" جي ڪل عمر جو ڪاٿو ساڍا چار ارب سال بيهي ٿو. انهيءَ ۾ اٽڪل چار ارب سال ڌرتيءَ جو بيجان زمانو (Pre-Cambrian Age) هو. اٽڪل پنجاهہ کان سٺ ڪروڙ سال اڳ ساهوارن جو زمانو (Cambrian Age) شروع ٿيو. ڌرتيءَ جي بيجان زماني جو عرصو ايا بہ بحث هيٺ آهي. انهيءَ زماني جا حجري آثار (پنڊ پهڻ-Fossils) فقط ٽي ارب 439 ڪروڙ سال پراڻا آهن. قديم هندو روايت مطابق ڌرتيءَ جي جملي عمر هڪ ارب ستانوي ڪروڙ ۽ ڪجهه سال آهي، پر سائنسي معلومات موجب ڌرتيءَ جو ساهدار زمانو (Cambrian Age) 75 ڪروڙ سال اڳ شروع ٿيو ۽ 26 ڪروڙ سال اڳ تائين اهڙا ڇهہ دور گذريا، جن کي ملائي، ماهرن ڌرتي جو پهريو زمانو (Paleozonic Era) ڪري ڪوٺيو. جنهن ۾ بنا ڪرنگهي، پاڻيءَ جي ساهوارن کان وٺي وڏن نانگن، بلائن ۽ پاڻيءَ جي گاهن جو زمانو اچي وڃي ٿو.

زمانن جي لحاظ کان ڌرتي جي ڇهن مکيہ زمانن جو نقشو هن طرح آهي:

(1) قديم ترين "پري ڪئمبرين" (Pre- Cambrian) (ساهوارن کان اڳ) جو زمانو. جنهن جا ڪجھ حجري آثار مليا آهن. جيڪو 3 ارب 49 ڪروڙ سالن کان وڌيڪ اڳ ٿي گذريو.

(2) ڪئمبرين (ساهوارن) جو زمانو "پيليوزوئڪ" (Paleozoic Era) زماني کان شروع ٿيو. جيڪو 75 ڪروڙ سالن کان 26 ڪروڙ سال اڳ تائين هليو ۽ ان ۾ بنا ڪرنگهي بحري حيوان، وڏا نانگ بلائون ۽ ساموندي گاھ گهڻي انداز ۾ موجود هئا.

(3) وچون زمانو "ميسوزوئڪ" (Mesozoic Era) جيڪو 22 ڪروڙ پنجاھ لک سالن کان 13 ڪروڙ سال اڳ تائين جاري رهيو. جنهن ۾ "ڊائنو سار" جو نسل پيدا ٿيو ۽ ناس ٿي ويو. انهن سان گڏ ننڍا کير وارا جانور ۽ قديم پکي پيدا ٿيا ۽ تڳندا رهيا.

(4) بيحد ويجهو زمانو ٽيون دور جنهن کي "پليئوسين زمانو" (Pleistocene Era) چئجي ٿو، هي زمانو 7 ڪروڙ سالن کان ٻہ لک سال اڳ تائين شمار ٿئي ٿو. ان بعد "ڌرتي" جون حالتون ساڳيون رهيون آهن. هن زماني ۾ کير ڌارائيندڙ جانورن کان وٺي پهرين انسان نما جانور تائين ساهوارن جي افزائش ٿي.

مٿي ڄاڻايل ارضياتي (Geological) نقشي مطابق زماني جي لحاظ کان پهريون انسان نما جانور ويھ لک سالن کان ڪجھ وقت اڳي پيدا ٿيو هوندو. جڏهن تہ ڌرتيءَ جي ساهدار عمر ساڍا ٽي ڪروڙ سالن جي لڳ ڀڳ آهي ۽ ڪل عمر ساڍا چار ارب سال ڪٿي وئي آهي. بلڪل ويجهو زمانو گذريل 11 هزار سالن کان شروع ٿيل آهي.

**زندگيءَ جي تخليق:** سائنسي تحقيق مطابق ڌرتيءَ تي حياتيءَ جي تاريخ سٺ ڪروڙ سال اڳ شروع ٿي، اها تازي تحقيق آهي، جنهن کي دنيا جا سائنسدان ويهين صدي عيسويءَ جي اهم ترين ارتقائي تحقيق تسليم ڪن ٿا. سندن معلومات مطابق 54 ڪروڙ سال اڳ کان ڌرتيءَ تي زندگيءَ جو وجود هو ليڪن انهيءَ جو پٿرايل ڍانچو (Fossil) حاصل ٿي نہ سگهيو هو. تازو ڏکڻ چين جي ڊوشان ٽئو (Doushantuo) پهاڙن ۾ اهڙا حجري (پٿرايل) آثار ڍانچن جي صورت ۾ مليا آهن، جيڪي ڏيکارين ٿا تہ جاريءَ مثل گهڻن خانن ۾ حياتيءَ جي ابتدائي جزن مان ٺهيل نباتاتي يا حيواني جيوت (Multi-cellular plant or animal life) سٺ ڪروڙ سالن جي لڳ ڀڳ اندازي کان اڳ ڌرتيءَ تي موجود هئي.

حجري آثارن تي مبني حياتيءَ جي تاريخ، خوردبينيءَ ذريعي نظر ايندڙ جراثيمن جي ڍانچن (Moulds of microscopic bacteria) کان شروع ٿي، ارتقائي نظريو رکندڙ سائنسدانن مطابق چند هزار سال اڳ برفاني زماني جي ڪڪريءَ جي تري (Grave bed) تي مليل انساني هڏن تائين حياتيات ڦهليل آهي، ليڪن ڌرتيءَ تي موجود اڪثر حيواني ساخت جي ابتدا 54 ڪروڙ سال اڳ ٿيل ساهوارن جي ڌماڪي (Cambrian explosion) کان ٿي آهي. سائنسدان انهيءَ ويچار ۾ هئا تہ انهيءَ زماني بابت ڪهڙيءَ طرح تحقيق ڪئي وڃي، جنهن انهيءَ عظيم حياتياتي ڌماڪي کان اڳ اهڙا سبب پيدا ڪيا، جو انيڪ قسمن جا ساهوارا هڪدم وجود ۾ آيا ۽ تڪڙي واڌ ڪرڻ لڳا: ڇاڪاڻ تہ انهيءَ زماني ۾ جسماني حياتي نرم صورت ۾ هئي، جيئن ڪينئان، جيلي فش وغيره. جن کي نہ هڏا هئا ۽ نہ مٿن ڪويو (Shell) هو. جنهن جا حجري آثار هٿ ٿي سگهن. انهيءَ زماني جا اڄ تائين حاصل ڪيل ڪجھ تاثر ۽ نشانيون جيڪي بنيادي طور هڪ گروھ جي صورت ۾ معلوم آهن. جن کي ايڊياڪئرن (Ediacaran) چئجي ٿو اهي شاهديون ايتري قدر تہ منجهيل آهن، جو ڪنهن تفصيل تي پهچي نہ ٿو سگهجي.

انسان جي زندگيءَ جي شروعات تحقيق مطابق اٽڪل 20 لک سال اڳي آفريڪا کنڊ جي ڏکڻ اوڀر وارن علائقن ۾ رهندڙ هڪ ساهدار نسل طور ٿي. هن پنهنجو گهر ٺاهيو ۽ ڌرتيءَ تان خوراڪ حاصل ڪئي، هن ۾ بلڪل سادا اوزار ٺاهڻ ۽ استعمال ڪرڻ جي صلاحيت هئي ۽ ننڍن جانورن جو شڪار ڪندو هو. انهيءَ اوائلي انسان نما حيوان آسٽريلوپيٿيڪس (Australopithecus) کان پوءِ هڪ سڌريل نسل اٽڪل پنج لک سال اڳ پيدا ٿيو، جنهن کي اپ پيرو انسان چئجي ٿو. جيڪو بلڪل سڌو بيهي سگهيو ٿي ۽ آسانيءَ سان ڊوڙي حملو يا بچاءُ ڪري سگهيو ٿي. هن باھ جو استعمال ڪيو. اهڙا اوزار ايجاد ڪيا، جن سان وڏن جانورن جو شڪار



انساني نسل جي ارتقا

ڪرڻ لڳو ۽ امڪان نظر اچي ٿو تہ هن پهريائين ڳالهائڻ شروع ڪيو. هن جو ڊول ٻاندر کان وڌيڪ انسان مثل هو ۽ سندس مغز، پهرين قسم يعني آسٽريلوپيٿڪس کان گهٽوڌو هو.

سائنس جي تحقيق مطابق ڌرتيءَ تي جديد انسان جي پيدا ٿيڻ کان اڳ هيٺينءَ ريت ارتقائي ۽ ثقافتي دور ٿي گذريا آهن:

(1) ڌرتيءَ جو ابتدائي ارتقائي ۽ ثقافتي دور، جيڪو گهٽ ۾ گهٽ سٺ ڪروڙ سال هليو.

(2) سٺ ڪروڙ سال اڳي پهريون ساهدار (Primate) پيدا ٿيو.

(3) ٽي ڪروڙ سال اڳ انسان نما ٻاندر پيدا ٿيا.

(4) سٺ لک سال اڳي ڌرتيءَ تي برفاني زماني (Ice Age) جي شروعات ٿي.

(5) ڇھ لک سال اڳي ڌرتيءَ تي رهندڙ انسان نما مخلوق جو ڍانچو "زنجان ٽروپڪس" حجري صورت ۾ آفريڪا مان مليو آهي.

(6) "زنجان ٽروپڪس" جي نسل کان پوءِ پنج لک هڪ هزار سال اڳي "جاوامئن" ايشيا ۾ رهندو هو. چار لک سال اڳي "چيولين مئن" آفريڪا ۽ "وچ مشرق" ۾ آباد هو. ٽي لک سٺ هزار سال اڳي چين ۾ "پيڪنگ مئن" جي وجود جي ثابتي ملي آهي ۽ ٻہ لک پنجاھ هزار سالن کان هڪ لک پنجاھ هزار سالن تائين. يورپ ۾ هڪ اهڙو نسل آباد هو. جيڪو "هوموسيپيئين" (جديد انسان) جي صف ۾ شامل ڪيو وڃي ٿو هڪ لک کان پنجٽيھ هزار سال اڳي تائين قديم پٿرجي زماني جي ترقي يافتہ تهذيب "موسٽرين" جو دور هو ۽ هڪ لک سالن کان ٽيھ هزار سال اڳ تائين انهيءَ دور جو مهذب انسان "نينڊرٿل مئن" جرمني (يورپ) ۾ نينڊر نديءَ جي ڪناري ۽ جهنگن ۾ شڪاري زندگي گذاري رهيو هو. پنجهتر هزار سال اڳ برفاني زماني جو چوٿون ۽ آخري دور شروع ٿيو **(وڌيڪ ڏسو: انسان، جلد: پهريون)**

**ڊارون جو نظريو:** ڊارون ارتقا بابت پنهنجي نظريي جو بنياد فطرت جي انتخاب (Natural Selection) جي اصول تي رکيو، جنهن ۾ مختلف قسمن جي نسلي جنسن (Species) يا مختلف بيهڪ ۽ مهاندن وارن حيوانن جي وچ ۾ بقا لاءِ چٽا پيٽيءَ جو مفروضو قائم ڪيو ويو انهيءَ چٽا پيٽي ۾ جيڪو وڌيڪ ٺهڪي اچي، اهو بچي وڃي (Survival of the fittest) جو نتيجو ڏيکاريو ويو آهي ۽ ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي ته جديد دور جو انسان قديم زماني کان مختلف قسمن جي جنسن (حيواني نسلن) سان چٽا پيٽي ڪري تڳي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿيو آهي.

ڊارون جي نظريه جو مجموعي اختصار هن ريت آهي:

1. وجود قائم رکڻ لاءِ جدوجهد.
2. موزون ترين ساهدارن جو تڳڻ.
3. قدرتي انتخاب.
4. نئين قسم جي جنسن جو پيدا ٿيڻ.

ڊارون جي فطرتي انتخاب جو نظريو ٽن دليلن تي مشتمل آهي:

1. سڀ ٻوٽا ۽ جانور پنهنجي جياپي جي امڪانن کان وڌيڪ تعداد ۾ نسل پيدا ڪن ٿا، تنهنڪري انهن ۾ زنده رهڻ جي صلاحيت پيدا ڪرڻ لاءِ چٽاپيٽي ٿئي ٿي.
2. هر جنس ٻيءَ جنس کان مختلف آهي، ڪي جنسون هڪ ٻئي جي واڌ ۾ مددگار ٿين ٿيون ته ڪي انهيءَ کي روڪين ٿيون.
3. فقط اهي جنسون ساهه تڳائي بچي وڃن ٿيون ۽ پنهنجو نسل وڌائينديون رهن ٿيون، جيڪي حياتيات جي اصولن مطابق پنهنجي ماحول سان ٺهڪي اچن ٿيون ۽ ٻين کان وڌيڪ موزون آهن.

(Survival of the fittest) ڊارون مختلف جنسن جي وچ ۾ بقا لاءِ جسماني ساخت کي موزون بنائڻ جي چٽا پيٽيءَ جو دليل پيش ڪيو پر



پٿر واري دور جي انسان جو هڪ نمونو

هو اهو سمجهڻ سمجهائڻ کان قاصر رهيو ته هڪ ئي جنس اندر اها چٽا پيٽي يا مقابلو ڪيئن ٿي سگهي ٿو؟ جاڪاڻ ته سندس ارتقا جو نظريو جاڻائي ٿو ته "هومينوائيڊيا" جي جنس (انسانن ۽ حيوانن جو گڏيل اوائلي نسل يا جنس)

شروعاتي مرحلن مان گذري، پهريائين "پرائيمٽس" جي درجي کي پهتي، پوءِ مختلف جنسن جي وچ ۾ بقا لاءِ هلندڙ چٽاپيٽي ۾ انسان جي نسل پولڙن مان ارتقا ڪري موجوده جسماني بيهڪ اختيار ڪئي. آفريقا جا چمپئنزي (انسان نما باندر) ۽ گوريلا ۽ اوپر ايشيا جا اورنگٽان ۽ گبن، اهڙي طرح باندرن مان انسان بڻيا. جن کي هڪ جهڙي جسماني بناوت سبب خاص نالو ""پوگيڊاني" ڏنو ويو ۽ جڏهن اهي انساني بناوت ۾ آيا ته انهن کي "هومينائيڊاءِ" نالو ڏنو ويو. انهن ۾ باندر ليمر (ڪارا پولڙا) ٽرسائير ۽ ڪورائيس شامل آهن.

نينڊرٿل مئن گهٽي پاڻي برف پوش ڌرتيءَ جو انسان هو. غارن ۾ رهندو هو. باهه تي ڪاڏو پچائيندو هو ۽ پنهنجي جسم کي گرم رکندو هو ۽ هڪ شاطر شڪاري هو جيتوڻيڪ سندس جسم ننڍو هو ۽ جانورن وانگر اٽندو ويهندو هو پوءِ به اڳين نسلن جي مقابلي ۾ هڪ سڌريل انسان هو.

**جديد انسان جو زمانو:** جديد انسان جو زمانو نئين پٿر جي زماني (Neolithic Age) کان شروع ٿئي ٿو. تنهنڪري ان کي نئين پٿر جي زماني جو انسان يا (Neolithic Man) به چئجي ٿو. هن زماني جي انسان جون پنج مکيه فضيلتون هن ريت آهن:

1. زراعت ۽ پالتو جانورن پالڻ جو رواج پيو.
2. مستقل رهائش اختيار ڪئي وئي، جنهن ڪري ڳوٺن ۽ شهرن قائم ٿيڻ جو رواج پيو.
3. هنرن جي ترقي ٿي ۽ مختلف هنرن جا جدا جدا ڪاريگر پيدا ٿيا.
4. ٺڪر جا ٿانو ٺهڻ ۽ استعمال ٿيڻ لڳا.
5. شين جي مٽاسٽا ۽ وٺ وِاپار جو رواج پيو.

انهن سڌارن کي گڏي نئين پٿر جي زماني جو انقلاب چئجي ته بجا ٿيندو. انهيءَ انقلاب انساني معاشرن ۽ معاشرتي زندگيءَ جو بنياد وڌو. جيڪئيتا هاڪس (Jacquetha Hawkes) هڪ ماهر آثار قديمه جو چوڻ آهي ته "انسان پهريون دفعو پنهنجي سلامتيءَ خاطر آزاديءَ جي قرباني ڏني" نئين پٿر جي زماني جو انسان پنهنجي پوک ۽ پاڻي جي ويجهڙائي ۾ ڳوٺ ٻڌي رهڻ لڳو. هن پنهنجا گهر ڪچين سرن، پٿر يا ڪاٺ مان جوڙيا ۽ انهن کي ڪکن ڪانن، يا ڪامن پٽين سان ڇتيو. شايد ڪڙهه دريا دروازي جو رواج به اوائلي زماني کان شروع ٿيو. ڳوٺ جي چوڌير، ٻاهرين حملي (جانورن) کان بچاءَ لاءِ ڪاهي يا لوڙهي جو رواج پيو. سنڌ ۾ اجان تائين ڪيترا ڳوٺ ڪاهي جي نالي سان آهن. وڏن ڳوٺن ۾ مذهبي پوڄا پاٺ لاءِ مندر ۽ عبادتگاهه ٺهيا، جن ۾ جديد انسان جا ابا ڏاڏا پنهنجي معبودن، بتن يا مخصوص الاهي علامتن جي عبادت ڪندا هئا ۽ قرباني جي رسم به اتي ادا ڪندا هئا. اهڙي نموني مذهب ۽ فن، گڏجي انساني سماج جي اوسر ۾ بهتر ڪم ڪرڻ لڳا، نه ته مذهب فن کان الڳ هو نه فن مذهب کان جدا. مذهبي گيت، ناچ ۽ رسمون فن جو سريلو انداز صرف مذهب جي اوٽ لاءِ استعمال ٿيو جڏهن ته مذهب فن جي تخليق ۾ اهم ۽ وڏو ڪردار ادا ڪيو.

هنرن جي ترقيءَ ۾ ڪپڙي اڻڻ (۽ پائڻ) ۽ رلين، اجرڪن کان علاوه چيبين ۽ ٽوڪرن ٺاهڻ جو فن به شامل هو. جنهن ڪري هن زماني جي انسان کي مڪمل سڌريل انسان سمجهڻ گهرجي. انهيءَ انسان سئي ايجاد ڪئي ۽ سبيل ڪپڙا پهرڻ لڳو. پير ڍڪڻ شروع ڪيائين. پوءِ مٿي ڍڪڻ جو رواج پيو.

انساني ارتقا (Evolution of Man) جي نظريي جا حامي سائنسدان، فلاسافر ۽ اديب انهيءَ ڳالهه تي ضرور اتفاق ڪندا ته سندن سوچ مطابق انساني نسل جن به ارتقائي مرحلن مان گذريو آهي، سي سڀ لازمي طور تي قدرت جي قانون مطابق عمل ۾ آيا هوندا، يعني هر مرحلي تي تخليق جو عمل قدرتي هو. قدرت ۾ قدر (Value) ۽ تقدير (Evalution) جو عمل ڪار فرما آهي، يعني جيڪڏهن ڪو به جسم پنهنجي مدار ۽ محور کان ٻاهر وڃي ٿو ته فنا ٿي وڃي ٿو ۽ جسم جي بقا جو دارومدار انهيءَ مخصوص مدار ۽ محور اندر رهڻ تي آهي. حيواني نسلن سان به اهو ئي قدر جو قانون لاڳو آهي، جيڪڏهن قدرتي بناوت ۽ ان سان لاڳو قدرن ۽ استعمال کان ٻاهر ڪو حيوان پنهنجو جسم آڻيندو ته اهو فنا ٿي ويندو. جسماني ارتقا جو عمل بناوت جي اندر رهي ٿي سگهي ٿو، ان کان ٻاهر هرگز ٿي نه ٿو سگهي، اهڙيءَ طرح ذهني يا دماغي ارتقا، جيڪو انسان ذات جي تاريخ ۾ پڌرو نظر اچي ٿو، قدرت جي قانون جي حدن اندر ڪار فرما آهي. اهي حدون لامحدود آهن. انسان مان پيدا ٿي سگهي ٿو، اهڙي طرح جانورن مان فقط جانور پيدا ٿيندو
















تخليق بابت سائنسي نظريا ڇڏي باقي هر مذهب وٽ تخليق جو پنهنجو پنهنجو الڳ نظريو آهي.

**تخمي پن** (Cotyledon): انگوريل پن يا ٻج وارو پن جيڪو ٻج جي ڳپ وارو حصو ناهي ٿو. ٻج ڦٽڻ بعد اسريل پهريون پن جيڪو شروعات ۾ ڪلورو فل (Chlorophyl) بنا هوندو آهي، هر ٻج ۾ هڪ تخمي پن (Mono cotyledonous) يا ٻه پن (Di-cotyledonous) ٿين ٿا. هڪ تخمي پن ٻوٽي ۾ ڏڱها، سنها ۽ پور وچوٽ نسن وارا پن ٿين ٿا. ٻٽي تخمي –پن ٻوٽي جا پن ٿاڦرا ۽ پنن جون نسون شاخن ۾ ورڇيل ٿين ٿيون.




**تخيل** (ڪتاب): هي ڪتاب، نامور سنڌي اسڪالر، شاعر ۽ چانڊي ہائي همٿ مل منسڪاڻي ڪاليج الهاس نگر جي اڳوڻي پرنسپال ڊاڪٽر ديال آشا جو شعري مجموعو آهي. جنهن ۾ غزل ۽ ٻيون صنفون شامل آهن. شاعر جو تعارف سنڌي زبان جي سينيئر شاعر هوندراج "دکايل" ڪرايو آهي. هي ڪتاب جولاءِ 1986ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو هن ڊيمي سائيز جي، 76 صفحن جي ڪتاب جي قيمت 8 روپيا آهي.

**تدفين**: فوت ٿي ويل جسم کي مذهبي طور طريقن بعد ڪفنائڻ ۽ زمين ۾ دفن ڪرڻ کي "تدفين" جو عمل چئبو آهي.

سنڌو ماٿريءَ جي رهاڪن جي دفنائڻ ڪفنائڻ جي طور طريقي جي باري ۾، موهن جي دڙي کان وڌيڪ هڙاپا ۾ شاهديون مليون آهن. هڙپا مان لڌل اهي آثار سنڌوماٿريءَ جي تهذيب جي آخري دؤر سان تعلق رکن ٿا. خيال آهي ته انهن مان ڪن جو تعلق ان دور سان آهي، جڏهن عيسوي سن کان 1300 سال اڳ موهن جي دڙي جو زوال ۽ ان ۾ تبديلي اچي چڪي هئي. موهن جي دڙي مان اجا ڪوبه باقاعدي قبرستان نه لڌو آهي. البت جدا جدا هنڌن تان انساني هڏن جا پڃرا لڌا آهن. جن لاءِ ائين چئي نه ٿو سگهجي ته اهي دفن ڪيا ويا هئا. هڙپا ۾ ڪيترا قبرستان مليا آهن. جن مان هڪ قبرستان کي ماهرن آر- 37 چيو آهي، اُن قبرستان ۽ هڙاپا جي ڪوٽ واريءَ پٽ جي وچ ۾ هڪ ٻيو قبرستان لڌو ويو آهي، جنهن کي مدفن ايڇ (2) چيو ويو آهي. هنن مقبرن مان جيڪي باقيات لڌيون آهن، تن مان پتو پوي ٿو ته سنڌو ماٿريءَ ۾ دفنائڻ جا ٽي طريقا رائج هئا، (1) مڪمل تدفين، (2) جزوي تدفين، ۽ (3) رک جي تدفين. مڪمل تدفين جو مطلب آهي ته سمورو لاش دفن ڪيو وڃي. ان حالت ۾ لاش سان گڏ مٽيءَ جا ٿانو، مٽڪا، سپ جا چمچا، عاج جون چار پنج چوڙيون ۽ ٻيا ڪي ننڍا وڏا ٿانو، آخرت جي توشي طور پوريا ويندا هئا. جزوي تدفين جو مطلب آهي ته لاش کي کليو ڇڏي ڏجي، ته جيئن ماڪوڙيون ۽ ڳجهون اُن جو ماس کائي وڃن ۽ بچيل هڏين کي دفنائي ڇڏجي. موهن جي دڙي ۾ اهڙو مثال ايڇ آر ايراضيءَ جي هڪ گهر مان لڌل هڪ هڏن جي پڃري جي ڪجهه هڏين مان ملي ٿو خاڪستري مدفن (رک جي تدفين) ۾ لاشن کي ساڙي، انهن جي رک ڪنهن ٿانو ۾ رکي، دفن ڪيا ويندا هئا. اها رک ويڪري منهن وارن اهڙن ٿانون ۾ رکي ويندي هئي، جيڪي گهر ۾ ڪم ايندڙ ٿانون کان جدا قسم جا هوندا هئا. انهن ۾ تمام ٿورڙيون انساني هڏڙيون موجود آهن. رک ۾ هڏين جي موجودگي ايتري اهم نه سمجهي ويندي هئي، جو ته تدفين جي هن طريقي جو مقصد رک دفن ڪرڻ ٿي هو.

**تِڏ** (Cricket): جيت جو هڪ قسم. هي پوکن ۽ ڪپڙن وغيره کي نقصان رسائيندڙ جيت آهي، جنهن جا ڪيترائي قسم ٿين ٿا، جهڙوڪ: (1) گهرو تِڏ جيڪا اچي رنگ جي ٿيندي آهي ۽ ان کي به وڏا وار مُڇن وانگر ٿيندا آهن ۽ ڪپڙن ۽ ڪاغذن کي ٽُڪيندي آهي (2) وڻن جي تِڏ يا 'آر'، جيڪا وڻ جي ڏار يا ٽاريءَ تي ' لاڳيتو سيٽيءَ جهڙو آواز ڪندي رهندي آهي، ۽ (3) پوک جي تِڏ جيڪا سلن کي اُپرڻ وقت، کائي، ٽپڪيون ڏئي اُڏامي پري وڃي پوندي آهي. هن جا عام طرح به قسم ٿيندا آهن:



(i) هڪ اڇو، (ii) ڪارو.

**تڏو** (Grass Hopper): جيت جو هڪ قسم، تِڏَ جهڙو، پر تِڏَ کان وڏو. هي پوک کي کائيندڙ جيت هوندو آهي.

**تَڏو**[2]: پيش يا ڪجيءَ جي ڦڙهن مان ٺهيل ٻرڄ، جيڪو پٽ تي وڇائڻ جي ڪم ايندو آهي. سنڌ جي عام رسم موجب تڏي جي وڏي اهميت آهي. چوندا آهن ته "تڏي آئي تنگ نه پئجي، توڙي هجن وير هزار".

تڏي تي لنگهي آيل توڙي دشمن هجي، ان کي معافي ملي ويندي آهي. سنڌيءَ ۾ گهرگهات واري کي "تڏي وارو" چوندا آهن: جنهن جو تڏو ناهي سو جڻ لوئيو آهي.

سنڌي ٻوليءَ ۾ "تڏي" بابت سوين اصطلاح مروج آهن.

**تذڪرة الاولياء** (ڪتاب): هي ڪتاب اصل فارسيءَ ۾ شيخ فريد الدين عطارؒ جو لکيل آهي. جنهن ۾ اولياءِ ڪرام جي زندگي ۽ ڪرامتن جو بيان آهن. هن ڪتاب ۾ ڪُل 96 اولياءِ ڪرامن جو ذڪر آهي. هن ڪتاب جو پهريون سنڌي ترجمو ميان عنايت الله سومري ڪيو هو. جيڪو شڪارپور مان مولوي محمد عظيم اينڊ سنز شايع ڪيو. بعد ۾ هن ساڳئي ڪتاب جو ترجمو محمد صالح کهڙي ڪيو. مترجم ٻه صفحا مصنف شيخ فريد الدين عطارؒ جي شخصيت ۽تصنيفن بابت پڻ ڏنا آهن. ڊيمي سائيز جي پڪي جلد واري هن ڪتاب جا 451 صفحا آهن ۽ قيمت 200 رپيا آهي. هي ڇاپو روشني پبلڪيشن، ڪنڊياري طرفان 2006ع ۾ شايع ٿيو.




**تذڪرة الشعراءِ حيدرآباد** (ڪتاب): هن ڪتاب جو ليکڪ (مرحوم) محمد بخش "واصف" آهي. هن تذڪري ۾ قديم سنڌي شاعرن احسن، حامد، رشيد، سليم ۽ ٻين جي شاعريءَ سان گڏ سندن زندگي جا احوال ڏنل آهن. 79 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب 1955ع ۾ آر. ايچ. احمد اينڊ برادرس بوڪ سيلرز ۽ پبليشرز پاران ڇپايو ويو. ڪچي جلد، ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت هڪ روپيو چار آنا ڄاڻايل آهي.

**تذڪرة المراد** (ڪتاب): هن ڪتاب جو مصنف ٺٽي شهر جو حاجي محمد حسن "صفائي" هو. جنهن ٻارهين صدي ۾ هيءُ تذڪرو لکيو. هن تذڪري ۾ ٺٽي جي مشهور بزرگ ۽ ولي الله، سيد محمد حسين ولد سيد احمد شيرازي، المعروف سيد مراد (متوفي 893هه/ 1487ع) جو احوال ۽ سندس ملفوظات شامل آهن. هن ڪتاب ۾ ان وقت جا تاريخي واقعا، ۽ ان دور جي ٻين بزرگن ۽ مشاهيرن جو به ذڪر آهي. ان ڪانسواءِ ان دور جي سنڌ جي دوريشانه ۽ صوفيانه ماحول جي به هن ڪتاب مان خبر پوي ٿي ته هي ڪتاب ناياب آهي ۽ ان جو هڪ نسخو مولانا محمد ابراهيم ڳڙهي ياسين واري وٽ به موجود آهي.




**تذڪره المعاصرين**: تذڪره المعاصرين جو مولف شيخ محمد علي حزين آهي. سندس پيءُ ارشد ابي طالب زاهدي لاهيجي جيلاني هو. جيڪو ويهن سالن جي عمر ۾ لاهيجان کان اصفهان هليو ويو ۽ اتي ئي 1127هه / 1715ع ۾ اوڻهتر سالن جي عمر ۾ گذاري ويو. شيخ حزين سومر 27 ربيع الثاني 1103هه /1691ع ۾ اصفهان ۾ پيدا ٿيو. ننڍپڻ ۾ ئي مڪتب ۽ مدرسي ۾ داخل ٿيو. فارسي نظم ۽ نثر ڪانسواءِ صرف، نحو، فقہ، منطق ۽ فن شاعري ۾ پڻ وڏي مهارت حاصل ڪيائين. هن کي سندس پيءُ ۽ استادن شعر چوڻ کان سخت منع ڪئي پر هي لکي لکي شعر چوندو هو. اٺن سالن جي عمر ۾ پنهنجي پيءُ جي حڪم تي قرائت ۽ حفظ قرآن لاءِ مدرسي ۾ داخل ٿيو ۽ حديث فقہ جو علم شيخ خليل الله طالقاني ۽ شيخ بهاءُ الدين گيلاني کان حاصل ڪيائين. ڏهن سالن جي عمر ۾ سندس پيءُ هن کي پنهنجي مٽن مائٽن سان ملائڻ خاطر لاهيجان وٺي ويو. جتي حزين پنهنجي چاچي شيخ ابراهيم زاهدي جيلاني کان پڻ علم پرايو. هي مولانا ملا باقر مجلسي عليہؒ جي صحبت ۾ پڻ رهيو. علم ۽ تدريس پوري ڪرڻ بعد سندس پيءُ هن کي شعر چوڻ جي اجازت ڏني ۽ هن اٺن هزار شعرن تي هڪ ديوان تيار ڪيو. جيڪو ضايع ٿي ويو. ان بعد شيراز هليو ويو. جتي هن ٻيو ديوان ڏهن هزارن بيتن تي مشتمل تيار ڪيو ان ۾ هڪ مثنوي 'تذڪره العاشقين' پڻ ان ۾ هئي. 1127هه/ 1714ع ۾ هن جو پيءُ ۽ ٻن سالن کانپوءِ 1129هه/1717ع ۾ هن جي ماءُ گذاري وئي. شيراز ۾ هن ٽيون ديوان ڇهن هزارن بيتن تي مشتمل تيار ڪيو. بادشاهتن جي تبديلي ڪري هي 1146هه /1733ع ۾ سنڌ ۾ هليو آيو. هي شوال جي مهيني ۾ ٺٽي پهتو. اتان خدا آباد ۽ بکر ويو ۽ پوءِ هي ملتان ۽ هندوستان ڏي ويو. حزين چوٿون ديوان به تيار ڪيو. انهن ڇهن ديوانن ڪانسواءِ نثر ۾ 18 تصنيفون آهن. جن ۾ تذڪره المعاصرين ۽ سفينهٔ علي حزين هئي شايع ٿي چڪيون آهن.

تذڪره المعاصرين، شيخ علي حزين 1165هه/1751ع ۾ تاليف ڪيو. هي تذڪرو اصفهان جي هڪ سئو شاعرن، عالمن، فاضلن ۽ بزرگن جي احوال تي مشتمل آهي. هن تذڪري کي مولف الف-ب وار ترتيب ناهي ڏني پر تذڪري کي ٻن حصن ۾ ورهايو اٿس. هن تذڪري جا قلمي نسخا ٻين لائبريرين سان گڏوگڏ ٽالپرن جي ڪتب خاني (حيدرآباد) ۾ به هڪ قلمي نسخو موجود آهي. هي تذڪرو شيخ علي حزين جي ڪليات سان گڏ پهرين لکنو مان 1293هه/1876ع ۾ ۽ پوءِ ڪانپور مان 1893ع ۾ شايع ٿيو ۽ هي تذڪرو اصفهان (ايران) مان به دفعا شايع ٿي چڪو آهي.

**تذڪره اميرخاني** (ڪتاب): هي ڪتاب، امير خاني ساداتن بابت آهي، اميرخاني ساداتن جو لڳ ڀڳ ٽن صدين تائين ڪنهن نه ڪنهن صورت ۾، سنڌ تي اثر رهيو آهي. هن گهراڻي سياست کان سواءِ سنڌ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ تي به واضح اثر ڇڏيا آهن. هن خاندان جي حالتن تي هي مفصل ڪتاب پير حسام الدين شاهه راشديءَ تاليف ڪيو ۽ سنڌي ادبي بورڊ ان کي 1961ع ۾ شايع ڪيو. مصنف کي هن ڪتاب لکڻ جو خيال تڏهن آيو. جڏهن پاڻ 1932ع ۾ بکر، سکر ۽ روهڙيءَ جا ڊٺل ۽ ڦٽل مقبرا، دريون ۽ ويران ٿيل مسجدون ۽ درگاهون ۽ روهڙيءَ ۾ سنڌوءَ جي ڪناري تي "ستين جي آستان" واري خوبصورت ۽ بناوٽ جي لحاظ سان غيرمعمولي حسين هنڌ تي زبون حال ٿيل ڏٺائين. ڪتاب جي آخر ۾ هن خاندان جي مقبرن ۽ لاڳاپيل آثارن جي تصويرن جو به چڱو تعداد ڏنو ويو آهي. جيڪي گهڻو ڪري پير حسام الدين شاهه راشديءَ پاڻ ڪڍيا هئا. هي ڪتاب سنڌي تذڪره نويسي جو هيءُ بهترين نمونو آهي. سنڌي ادبي بورڊ پهريون ڇاپو 1961ع ۽ ٻيو ڇاپو 2005ع ۾ ڇپايو آهي.




**تذڪره تحفة رشيدي**: ارغونن ۽ ترخانن کان پوءِ سنڌ جو صوبو دهليءَ جي مغلن جي قبضي ۾ اچي ويو. مغل نوابن ۽ ڪاردارن، شاهي پاليسي پٽاندر، سنڌ ۾ پڻ فارسي علم-ادب جي گهڻي سرپرستي ڪئي. ان دور ۾ هتي جي تاريخ بابت تاريخ معصومي، بيگلار نامہ، تاريخ طاهري،

مظهر شاهجهاني ۽ ترخان نامہ وغيره. ناليِ چند ڪتاب تيار ٿيا، ليڪن تعجب آهي تہ سنڌ ۾ هن پوري دور ۾ ، شاعرن جو هڪ بہ تذڪرو تيار نہ ٿيو.

هندستان ۾ هڪ بزرگ مرزا امير بيگ، سن 1262هہ/1845ع ۾ حدائق الشعر نالي سان، شعراء ڪرام جو تذڪرو تيار ڪيو. تڏهن سندس ماخذن ۾ تحفہ رشيدي نالي هڪ ڪتاب پڻ ڏسجي ٿو. هي فارسي تذڪرو ٺٽي جي علامہ عبدالرشيد (وفات 1069هہ/1658ع) ترتيب ڏنو هو. جناب سيد حسام الدين راشدي، جنهن هن ڪتاب جو پتو لڳايو، ان جو چوڻ آهي تہ علامہ صاحب جو هي ڪتاب گم ٿي ويل آهي، ان ڪري في الحال ان جي ڪيفيت متعلق ڪجهہ چوڻ ڏاڍو ڏکيو آهي.

**تذڪره تڪملة التڪملة** (ڪتاب): هي تذڪرو سنڌ جي برک محقق ۽ دانشور ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو لکيل آهي. ڊاڪٽر صاحب خود ڄاڻايو آهي تہ "تڪملة التڪملة" ٻن تذڪرن يعني مير علي شير قانع جي "مقالات الشعراءِ" ۽ خليل ٺٽويءَ جي "تڪملة مقالات الشعراءِ" جي سلسلي جي ڪڙي آهي، ليڪن سنڌ جا اڃا گهڻا ئي اهڙا فارسي گو شعراءِ آهن، جن جو ذڪر ناهي ٿيو. هي ڪتاب سنڌ ۾ فارسي شاعريءَ ۽ علم ادب جي آخري دور جي تاريخ آهي. هن ۾ 176 شاعرن جي احوال ۽ ڪلام کي ڇهن عنوانن ۾ ورهايو ويو آهي. مقدمي کان پوءِ پهرينءَ عنوان ۾ 11 هجري جي شاعرن، ٻي عنوان ۾ 11 ۽ 12 هجري جي شاعرن، ٽئين عنوان ۾ 12 ۽ 13 هجريءَ جي شاعرن، چوٿين ۾ 13 هجري، پنجين ۾ 13 ۽ 14 هجري ۽ ڇهين ۾ 14 ۽ 15 صدي هجري جي شاعرن جو احوال ۽ ڪلام جو نمونو ڏنل آهي. هي 424 صفحن تي مشتمل تذڪرو آرٽس فيڪلٽي، علامہ آءِ آءِ قاضي ڪيمپس، سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري طرفان 2007ع ۾ شايع ٿي چڪو آهي. هن ڊيمي سائيز ڪتاب جي قيمت 250 رپيا آهي.




**تذڪره تڪملۂ مقالات الشعراءِ** (ڪتاب): فارسي ٻوليءَ ۾ لکيل هن تذڪري جو مصنف مخدوم محمد ابراهيم صديقي، نقشبندي ٺٽوي، تخلص "خليل" ۽ "سوائي" آهي، جنهن سال 1316هہ/ 1898ع ۾ وفات ڪئي. هيءُ تذڪرو "تذڪره مقالات الشعرا" جو "تڪملو" (يعني ضميمو يا پورائو) آهي ۽ سنڌ جي ادبي تاريخ جي چوٿين ڪڙي آهي. هن تذڪري ۾ 82 شاعرن جو ذڪر آهي. آخري ٽالپري دؤر ۽ شروعاتي برطانوي دؤر جا سيئي ممتاز فارسي گو شاعر هن تذڪري ۾ اچي وڃن ٿا. شاعرن جي سلسلي ۾، تاريخي واقعا بہ اچي ويا آهن. هن تذڪري جو هڪ مخطوطو پنجاب يونيورسٽيءَ ۾ آهي ۽ ٻي ڪاپي جناب خالدي ٺٽويءَ وٽ هوندي هئي. هي تڪملو اصل ۾ فارسي ٻوليءَ ۾ لکيل هڪ مسودو هو، جنهن کي پيرحسام الدين راشديءَ جي تصحيح ۽ فارسي ٻوليءَ ۾ لکيل حاشين سان، سنڌي ادبي بورڊ 1958ع ۾ شايع ڪيو. هن تذڪري جي تقريظ علامہ سعيد نفيسي ۽ مقدمو پاڻ




خود پير حسام الدين راشدي لکيو. هن ناياب تذڪري ۾ جعفري ۽ علي، مير صابر علي صابر، سردار غلام محمد خان طرزي، نواب علي محمد خان ۽ ٽالپورن جي شجرن سان گڏوگڏ ٿيتاليهہ تصويرون پڻ موجود آهن. هڪ هزار صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب کي 1958ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ ڪراچيءَ مان ڇاپيو.

**تذڪره پوراني سادات سکر** (ڪتاب): هي مستند تذڪرو ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائيءَ جي تحقيق آهي. ڊاڪٽر قريشي هن تذڪري ۾ پوراني ساداتن جو ذڪر ڪيو آهي جن کي "ميرڪي سادات" يا "موسوي سادات" پڻ سڏيو وڃي ٿو پوراني سادات، ارغونن جي دور حڪومت ۾ سنڌ ۾ وارد ٿيا ۽ سنڌ کي پنهنجو وطن سمجهي، سکر بکر ۽ ٺٽي ۾ آباد ٿيا. پوراني سيد، حضرت امام موسي ڪاظمؑ جي اولاد مان آهن، انهيءَ ڪري کين 'موسوي' چيو وڃي ٿو ڊاڪٽر حامد علي قريشيءَ هن تذڪري ۾ سنڌ ۾ پوراني ساداتن جي آمد، هن گهراڻي جي مشهور شخصيتن ۽ مشاهيرن جو احوال قلمبند ڪيو آهي. ان کان سواءِ سيد زئي ساداتن، سبزواري ساداتن، بهاولي ساداتن، رضوي ساداتن ۽ ٻين ساداتن جو بہ ذڪر آهي ۽ گڏوگڏ انهن سڀني ساداتن جا خانداني شجرا بہ موجود آهن. ڪتاب جي آخر ۾ انهن ماڳن ۽ مڪانن جو بہ ذڪر آهي، جتي اهي سادات سنڌ ۾ اچي آباد ٿيا. هي ڪتاب سکر هسٽاريڪل سوسائٽيءَ طرفان 2001ع ۾ شايع ٿيو. هن ڊيمي سائيز ڪتاب جا صفحا 320 ۽ قيمت 150 رپيا آهي.




**تذڪره جواهرالعجائب** (ڪتاب): هي فارسي تذڪرو فخري هروي جي جاکوڙ جو ڦل آهي، جيڪو 962هہ/1555ع ۾ ٺٽي نگر ۾ تيار ٿيو ۽ مرزا عيسيٰ ترخان جي زال حاجياڻي ماه بيگم جي نالي منسوب ٿيو. مولف جڏهن هندستان پهتو، تڏهن چند ڏوڪڙن خاطر، تذڪري جو ديباچو تبديل ڪري ان ۾ اڪبر جي دائي ماهم انگہ جي نالي هڪ قصيدو شامل ڪري، ان کي هن خاتون جي نالي منسوب ڪري ڇڏيائين. نقادن هن تذڪري جي ناقص هجڻ تي خوب چوه پئي ڇنڊيا آهن. ليڪن راشدي صاحب جي راءِ آهي تہ: "جواهرالعجائب، تذڪرن ۾ انڪري اهم آهي جو فارسي زبان ۾ هي پهريون تذڪرو آهي، جيڪو شاعرائن لاءِ مخصوص آهي. ان کان اڳ عوفيءَ فقط هڪ شاعره 'رابعہ خضداري' جو ذڪر ڪيو آهي. دولت شاهہ بہ صرف ٻن شاعرائن جو احوال ڏنو، ليڪن فخري "جواهر العجائب" لکي، پهريون پيرو دنيا کي ايڪيهہ شاعرائن سان روشناس ڪرايو ۽ پوين لاءِ هڪ راه تيار ڪئي."




فخري جن شاعرائن جو ذڪر ڪيو آهي، انهن ۾ : دل آرام، بيبي عائشہ، بيبي فاطمہ الزهرا، بيبي زليخا، مهستي گنجوي، بادشاهہ خاتون، جهان خاتون شيرازي، حيات بيبي شيرازي، مهري بيبي هروي، مغول خانم، آفاق بيگ، نهاني ڪرماني، بيچہ هروي، عصمتي خواني، بيدل، نهاني شيرازي، دختر قاضي سمرقند، نسائي فخر النساءِ، تُربتي، پرتوي تبريزي، شاه ملڪ سيد،

دختر غزالي، آرزوئي سمر قندي، ضعيفي، حيات هروي، آتون، حجابي، عفتي، فاطمہ خاتون، بيبي يزدي ۽ نسائي موجود آهن. ماهم انگلہ واري انتساب، پوئين دور ۾ هن تذڪري متعلق ڪافي الجهن پيدا ڪئي آهي. هن انتساب سبب هندي عالمن هي سمجهيو تہ فخري هي تذڪرو سن 963هہ/1556ع ۾ انڊيا ۾ ترتيب ڏنو. هند جي تعلق سبب ديوان نولڪشور هن تذڪري جا ٻہ ايڊيشن (آگسٽ 1880ع ۽ جون 1903ع) شايع ڪيا. ان کان علاوه شمس الله قادري صاحب پڻ رسالي اردو ذريعي، جوابر العجائب جو ٽيون ايڊيشن (جولاءِ 1928ع) ۾ پڌرو ڪيو. نولڪشور جي ڇاپي ۾ 27 ۽ قادري صاحب واري ايڊيشن ۾ 26 شاعرائن جو ذڪر ٿيو آهي.

ليڪن جيئن مٿي ذڪر ٿيو، هي تذڪرو دراصل سنڌ ۾ سن 962هہ/1555ع ۾ ترتيب هيٺ آيو ۽ خاص طرح مرزا عيسيٰ جي زال لاءِ تيار ٿيو. سنڌي نسبت جي ناتي، جناب سيد حسام الدين راشدي جواهر العجائب نئين سر ايڊٽ ڪري سال 1968ع ۾ ڇاپيو، جنهن ۾ ڪل ايڪٽيهہ شاعرائن جو ذڪر ملي ٿو، ان ڪري چئبو تہ هن تذڪري جو سنڌ وارو هي ڇاپو معياري ۽ مڪمل آهي.

فاضل ايڊيٽر هن ٻن تذڪرن سان گڏ، فخريءَ جو دستياب شعري ذخيرو، اردو مقدمي سان هڪ جلد ۾ شايع ڪيو آهي. راشدي صاحب جو مقدمو ۽ تعليقات بلاشبہ بيحد قيمتي آهن. مقدمي ۾ پير صاحب، سنڌ اندر فخريءَ جو هڪ وڏيڪ تيار ٿيل ڪتاب "صنايع الحسن" جا اقتباس ۽ ديباچو پڻ شايع ڪري، هميشہ هميشہ لاءِ محفوظ ڪري ڇڏيو آهي.

**تذڪره حسيني** (ڪتاب): تذڪره حسينيءَ جو مصنف مير حسين دوست تخلص



حسيني هو. سندس پيءُ جو نالو مولوي سيد ابوطالب، جيڪو سنڀل ضلع مراد آباد (هندوستان) جو رهاڪو هو. هوش سنڀالڻ کان پوءِ دهلي هليو ويو. جتي هن وڏن وڏن عالمن ۽ شاعرن جي صحبت ۾ گهڻو ڪجهہ پرايو. 1173هہ/1759ع ۾ دهليءَ مان بريلي هليو ويو. جتي هن 'تشريح نادر' (دستور زبان فارسي) لکيو ۽ 1789ع ۾ 'تيمور نامہ هاتفي' نالي ڪتاب نثر ۾ لکيو. ان کان پوءِ جي احوال بابت ڪا بہ خبر نہ ٿي پوي.

مير حسين دوست سنڀلي حسيني 'تذڪره حسيني' ۾ اوليائن، اوصيائن، بادشاهن، شاعرن، علمائن ۽ فاضلن جي ذڪر سان گڏوگڏ سندن شعر پڻ شامل ڪيا آهن. هي تذڪرو مولف 1163هہ/1749ع ۾ مڪمل ڪيو. جيڪو مولف پاڻ پنهنجي تذڪري ۾ قطعہ تاريخ چئي ڄاڻايو آهي.

اين نسخہ چو بافت زيب التمام
تاريخ شدش "خجستۃ انجام"
1163هہ (1749ع)

تذڪره حسين جهڙي ناياب تذڪري ۾ مير حسين دوست سنڀلي ساڍا پنج سئو کان مٿي اوليائن، اوصيائن، بادشاهن، شاعرن، علمائن ۽ فاضلن جي ذڪر ۽ شاعري کي قلمبند ڪيو آهي. تذڪري جي شروعات امير المومنين حضرت علي ابن ابي طالب عليہ السّلام جي ذڪر سان ۽ يوسفي مولانا طيب حراساني جي ذڪر تي اختتام ڪيو اٿس. ان ۾ سنڌ جي اڪبر بادشاهہ، ميرزا جاني بيگ، حيدر ڪلوچ، حزين، سرمد شهيد، سنجر، غروري ٺٽوي،، فيروز شاهہ، فرخ سير، ملا مرشد، يڪتا وغيره سان گڏوگڏ انهن شاعرن جو پڻ ذڪر موجود آهي، جيڪي پنهنجن ملڪن مان اچي سنڌ ۾ آباد ٿيا. هي ناياب تذڪرو منشي نول ڪشور 1292هہ/1875ع ۾ پنهنجي اشاعت گهر 'منشي نول ڪشور لکنؤ' مان شايع ڪرايو. ڊيمي سائيز جي 375 صفحن تي مشتمل هن تذڪري جي قيمت ڄاڻايل نہ آهي.

**تذڪره خاندان قريش** (ڪتاب): هن تذڪري جو هڪ قلمي نسخو، قريشي حامد علي خانائيءَ کي، مرحوم قاضي عبدالخالق کان مليو هو. جنهن جو نقل ڪندڙ قاضي ميان نورالله ڀهلاٽيءَ وارو آهي. اصل مصنف جو نالو قاضي قطب الدين، لکيل آهي؛ قاضي نورالله ان جو ٿورو احوال ڏنو آهي. لکي ٿو تہ "قاضي قطب الدين ڪلهوڙن جي پوئين دور ۾ ٿي گذريو آهي. هيءُ پنهنجي وقت جو جيد عالم ۽ ڪاتب ٿي گذريو آهي. هيءُ ميان محمد درويش جي اولاد مان، خانواهڻ جي قاضي صاحبن مان آهي. سندس مزار خانواهڻ ۾ "پير قراري جي قبرستان" ۾ آهي. قاضي ميان قطب الدين پنهنجي ڪتاب ۾ پنهنجي خاندان جي تذڪري سان گڏ، ساهتيءَ جي ڳوٺن، شهرن ۽ اتي جي عالمن ۽ بزرگن جو بہ احوال ڏنو آهي.

**تذڪره خزانہ عامره** (ڪتاب): مير غلام علي آزاد بلگرامي هي تذڪرو 1176هہ/1762ع ۾ حيدرآباد دڪن ۾ تاليف ڪيو ۽ مقدمي ۾ قطعہ تاريخ مان تاليف جو سن ڄاڻايو اٿس.

گنجور خرد گوهر تاريخ فشاند
"حق داده عجب خزانہ عامره"
1176هہ (1762ع)

مير غلام علي آزاد هن تذڪري جي تياري ۾ هيٺين ڪتابن مان استفادو ڪيو. 1. لباب الالباب از محمد عوفي، 2. تذڪره دولتشاهہ از دولتشاهہ سمر قندي، 3. تحفہ سامي از سام ميرزا صفوي، 4. خلاصہ الاشعار از مير تقي ڪاشف، 5. هفت اقليم از امين احمد رازي، 6. منتخب التواريخ از بدايوني، 7. مجمع الفضلاء از محمد عارف بقائي، 8. تذڪره ميرزا طاهر نصر آباد، 9. مرآت الخيال از شير خان لوڌي، 10. ڪلمات الشعرا از ميان محمد افضل سرخوش، 11. هميشہ بهار از ڪشن چند اخلاص، 12. يدبيضا از مير آزاد، 13. رياض الشعرا از والہ داغستاني، 14. مجمع النفائس از سراج الدين علي خان آرزو وغيره وغيره. پر مير آزاد سڀني کان وڌيڪ مجمع النفائس مان استفادو ڪيو آهي. هي تذڪرو هڪ سئو پنجٽيهہ شاعرن جي احوال تي مشتمل آهي ۽ الف ب وار ترتيب سان شروعات انوري جي ذڪر سان ۽ اختتام يوسف بلگرامي تي ٿئي ٿو. هي تذڪرو پهرين ڪانپور مان 1871ع ۾ ۽ ٻيو دفعو منشي نولڪشور لکنو مان 1882ع ۾ ڇپيو.

**تذڪره روضة السلاطين** (ڪتاب): عوفيءَ جي تذڪري کان پوءِ، سنڌ اندر فارسي گو شاعرن متعلق هي ٻيو تذڪرو، ٺٽي ۾ سال 958هہ/1551ع ۾ 'فخري هرويءَ' نالي هڪ بسيار نويس اديب لکيو. فخري هروي، سنڌ ۾ قيام دوران 961هہ/1553ع کان 995هہ/1586ع ۾ هي ڪتاب تاليف ڪري شاهہ حسن ارغون جي نالي سان معنون ڪيو. هي ڪتاب مرزا شاهہ بيگ ارغون ۽ مرزا شاهہ حسن جي ڪارنامن بابت وڏي اهميت رکي

ٿو فخري سنڌس سوانح ۽ مدح ۾ چيل قصيدا ڪتاب ۾ شامل ڪيا آهن. ساڍن ٽن سئو سالن بعد جڏهن هي نسخو دستياب ٿيو، ان بعد ان جي اصلي ليکڪ بابت ڄاڻ ملي. هي تذڪرو انهن حڪمرانن، وزيرن ۽ بادشاهن جو آهي، جيڪي شاعر ٿي گذريا آهن. اوائل ۾ قاضي احمد ميان اختر جهوناڳڙهيءَ مرحوم کي هيءُ ڪتاب ايڊٽ ڪرڻ لاءِ ڏنو ويو هو، پر موت ڪيس اهو ڪم پورو ڪرڻ جي مهلت ڪانه ڏني. بعد ۾ پير حسام الدين راشدي صاحب ٽئين نسخن جي آڌار تي هي تذڪرو ايڊٽ ڪيو. گڏوگڏ ان ۾ پنجين نسخي جو ڏس به ڏنو اٿس. هي تذڪرو ستن بابن تي مشتمل آهي. پهرين باب ۾ ست، ٻئي باب ۾ 11، ٽئين باب ۾ 37، چوٿين باب ۾ 12، پنجين باب ۾ 7، ڇهين باب ۾ 11 ۽ ستين باب ۾ صرف هڪ شاعر مرزا شاهه حسن بيگ ارغون جو ذڪر آهي. هيءُ ڪتاب 1968ع ۾، سنڌي ادبي بورڊ ڇپيو، جنهن جي آخر ۾ قيمتي مواد تعليقات جي صورت ۾ ڏنو ويو آهي. هيءُ ڪتاب فارسي ٻوليءَ ۾ آهي. ڊبل ڪرائون سائيز جي هن چار سئو صفحن تي مشتمل ڪتاب جي قيمت 2 رپيا ڄاڻايل آهي.





**تذڪره رياض الشعرا:** تذڪره رياض الشعرا جو مولف علي قلي واله داغستاني آهي. سنڌس پورو نالو نواب خان زمان بهادر ظفر جنگ علي قلي خان تخلص واله هو. هي حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي چاچي جي اولاد مان هو. هلاڪو جي دور ۾ هن جي خاندان گروهن جي صورت ۾ حجاز ۽ هند ڏي هجرت ڪئي. علي قلي واله جا وڏا داغستان ڏي وڃي آباد ٿيا، اتي علي قلي جي ڏاڏي کي داغستان جو رئيس مقرر ڪيو ويو. هن جا وڏا صفوي حڪمرانن وٽ وڏن عهدن تي معمور هئا. علي قلي صفر 1124هه/1712ع ۾ اصفهان ۾ ڄائو. هن کي هندوستان ۾ چنگا (ڇهن آگرين وارو) چوندا هئا، چو ته هن کي ڇهه آگريون هيون. جيئن ئي 1128هه/1716ع ۾ هن جي پيءُ نخجوان ۾ وفات ڪئي. هن جي ماءُ هن سميت اصفهان واپس آئي. 1129هه/1717ع ۾ پنجن سالن جي عمر ۾ قرآن پڙهي مڪتب ۾ داخل ٿيو. علي قلي ننڍي هوندي کان ئي پنهنجي سؤٽ خديجه سلطان سان تمام گهڻي محبت ڪندو هو ۽ هوءَ به هن سان تمام گهڻي محبت ڪندي هئي، انهن جي محبت ڪامياب نه ٿي ۽ ٻئي هڪٻئي کان پري هڪٻئي جي ياد ۾ مري ويا. اهو سچو واقعو مير شمس الدين فقير دهلوي هڪ مثنوي "واله و سلطان" ۾ بيان ڪيو آهي. شمس الدين تيرهن هزار ٻه سؤ ٽيهه (13230) بيتن تي مشتمل اها مثنوي 1160هه/1747ع ۾ چئي. جيڪا 1971ع ۾ لاهور مان ڇپجي چڪي آهي. علي قلي 1170هه/1756ع ۾ وفات ڪئي. هن جو تصنيفون هي آهن. 1. "ديوان واله"، 2. "مثنوي مرزا نامه"، 3. "تذڪره رياض الشعرا. تذڪره رياض الشعرا علي قلي واله داغستاني 1160هه/1747ع ۾ شروع ڪيو ۽ 1161هه/1748ع ۾ مڪمل ڪيو ۽ مولف آخر ۾ هڪ رباعي چئي تصنيف جو سال 1161هه/1748ع ڄاڻايو آهي. علي قلي سان خديجه جي ماءُ ايترو نه سڙندي هئي جو اهڙا حالات پيدا ڪيائين جن سبب علي قلي کي ايران مان سنڌ ۽ هند ۾ اچڻو پيو، سنڌ ۽ هند ۾ رهندي ئي هن "تذڪره رياض الشعرا" لکيو. هي تذڪرو مقدمي سان گڏ 18 حصن تي مشتمل آهي ۽ هن ۾ تقريباً ڏهه هزار پنج سؤ شاعرن جو ذڪر ۽ شاعري جو نمونو ڏنل آهي. تذڪري ۾ شاعرن جا نالا



تذڪره رياض الشعرا مقطوع اليدين جو لکيل

الف- ب وار ترتيب سان ڏنل آهن. هن تذڪري ۾ سنڌ جي شاعرن جو ذڪر به موجود آهي. جن ۾ نمايان ابوالفتح ٺٽوي جو تفصيلي ذڪر آهي. هن تذڪري جا قلمي نسخا دنيا جي مشهور لائبررين ۾ موجود آهن. ان کان علاوه پنجاب يونيورسٽي ۾ به قلمي نسخا، سنڌ ۾ ٽالپرن جي ڪتب خاني ۾ 2 نسخا ۽ ميرزا عباس علي بيگ جي ڪتب خاني ۾ هڪ قلمي نسخو موجود آهي. ٽالپرن جي ڪتب خاني ۾ موجود نسخن مان هڪ ناياب نسخو مقطوع اليدين محمد عالم ٺٽوي 1200هه/1805ع ۾ لکيل آهي. مقطوع اليدين محمد عالم جا ٽالپر دور ۾ هٿ سزا طور ڪپيا ويا هئا جنهن ڪانپوءِ هن سڄي ٻانهن ۾ قلم ٻڌي ڪيترائي ڪتاب لکيا جهڙوڪ تذڪره رياض الشعرا ڏار ڏار مير غلام علي خان ٽالپر ۽ مير ڪرم علي خان ٽالپر لاءِ، قرآن مجيد، فضائل مرتضوي ۽ ڪتاب تعقيبات وغيره وغيره آهن. هٿن وڃڻ ڪانپوءِ پهرين "تذڪره رياض الشعرا" لکيائين. هي تذڪرو پهريون دفعو هندستان مان 2005ع ۾ شايع ٿي چڪو آهي.

**تذڪره رياض العارفين (ڪتاب):** فارسي ٻولي ۾ لکيل تذڪره رياض العارفين رضا قلي تخلص هدايت تاليف ڪيو آهي. رضا قلي هدايت ابن محمد هادي 15 محرم الحرام 1150هه/1737ع ۾ تهران ۾ ڄائو ۽ پنهنجي وڏن وانگر قاچاريه حاڪمن وٽ معمور ٿي ويو. رضا قلي ايران جي بادشاهه فتح علي شاهه قاچار جي مصاحبن ۾ شامل هو ۽ فتح علي شاهه قاچار جا سنڌ جي ٽالپر حاڪمن سان تمام گهرا ۽ دوستاڻا تعلق هئا. رضا قلي شيراز شهر ۾ 1218هه/1803ع ۾ وفات ڪئي. سنڌس تصنيفون هي آهن: (1) تذڪره مجمع الصفحا (ٻه جلد)، (2) تذڪره رياض العارفين، (3) تاريخ روضة الصفاي ناصري، (4) فهرست التواريخ، (5) اجمل التواريخ، (6) مظاهر الانوار در مناقب ائمه اطهار، (7) سفر نامه، (8) فرهنگ انجمن آراي ناصري، (9) گلستان ارم، (10) انوار الولاية، (11) بحر الحدائق، (12) انيس العاشقين، (13) خرم بهشت، (14) هدايت نامه، (15) قصائدو غزليات ڪانسواءِ ٻيون اڻڳڻيل تصنيفون ٻڻ لاجواب آهن.



رضا قلي هدايت. تذڪره رياض العارفين جي شروعات تصوف جي بيان سان ڪئي آهي. پهرين حصي جي باب پهرين ۾ تصوف جي حقيقت، باب ٻئي ۾ سالڪن جون صفتون. باب ٽئين ۾ ذڪر ۽ اهل ذڪر جي فضيلت. چوٿين باب ۾ ذڪر ۽ فڪر جي تشريح. پنجين باب ۾ انسان ۽ طريقت جي تعريف. ڇهين باب ۾ اصطلاحات عارفين جو ذڪر، ٻئي حصي جي پهرين باب ۾ 165 عارفن ۽ مشائخن جو، ٻئي باب ۾ 104 محققن ۽ فاضلن جو ۽ ٽئين باب ۾ مولف پنهنجي 66 همعصر عالمن ۽ شاعرن سان گڏوگڏ پنهنجو ذڪر پڻ ڪيو آهي. هي ناياب تذڪرو ٻه دفعا ايران جي شهر تهران مان شايع ٿي چڪو آهي. هن ناياب تذڪري ۾ سنڌ ۽ هند جي گهڻن ئي عالمن، فاضلن، محققن، شاعرن ۽ عارفن جو ذڪر پڻ موجود آهي.

**تذڪره زبدة المعاصرين:** هي تذڪرو علام سيد حسين الحسيني جو لکيل آهي. سيد حسين الحسيني 1184هه /1770ع تي ڪربلا معليٰ ۾ ڄائو ۽ شيراز شهر ۾ سن 1249هه/1833ع ۾ وفات ڪيائين. هن جي تعليم ۽ تربيت شيراز ۾ ٿي. جتي هن جو والد شريعت مدار ۽ مجتهد هو. بعد ۾ سيد حسين ٻه اهوئي عهدو ماڻيو.

سيد حسين الحسيني ٽالپورن جي سخن پروريءَ جو ٻڌي سال 1240هه/1824ع جي شروع ۾ شيراز کان سنڌ لاءِ نڪتو. هي ڪراچي بندر کان ٿيندو سنڌ جي دارالحڪومت 'حيدرآباد' پهتو. ان وقت پهرين چوياريءَ جا پويان ٻه حاڪم (مير ڪرم علي خان ٽالپر ۽ مير مراد علي خان ٽالپر) سنڌ جا حاڪم هئا. جڏهن سيد حسين سنڌ جي دربار ۾ پهتو تڏهن دربار سان وابسته ٿي ويو. سنڌ ۾ چند ڏينهن رهڻ کان پوءِ پاڻ ايران واپس هليو ويو. 1240هه/1824ع جي آخر ۾ شيراز شهر ۾ سيد حسين کي خبر پئي ته ڪي بزرگ شيراز کان سنڌ ڏي وڃڻا آهن. ان ڪري سيد الحسين مختلف شاعرن جي ڪلام کي سهيڙي ڪتابي شڪل ڏئي، ان قلمي صورت واري ڪلام کي مير ڪرم علي خان لاءِ تحفو ڪري موڪليو، چو ته جڏهن سيد حسين الحسيني سنڌ ۾ آيو هو، تڏهن مير ڪرم علي خان ٽالپر هن جو وڏو قدر ڪيو ۽ مٿس وڏيون ڪرم نوازيون ڪيون هيون. هي ڪتاب 'تذڪره زبدة المعاصرين' جي نالي سان مشهور ٿيو ۽ هي تذڪرو 1240هه/1824ع ۾ تيار ٿيو.

سيد حسين الحسيني 'زبدة المعاصرين' ۾ شاعرن جو احوال ناهي ڏنو، صرف شاعرن جو نالو ڏيئي ان جي شعري انتخاب تي اڪتفا ڪيو اٿس. سيد صاحب حروف تهجي موجب ڪل هڪ سئو ڇهه شاعرن جو تذڪرو ڪيو آهي، جن ۾ اٺانوي ايراني شاعرن، ڏهه ايراني شاعرائن ۽ سٽ سنڌ جي شاعرن جو ڪلام موجود آهي. سنڌ جي شاعرن ۾ ميرزا آزاد، منشي صاحبراءِ آزاد، ميرزا زين العابدين، سيد صابر علي، سيد عظيم الدين، مير ڪرم علي خان ٽالپر ۽ نواب ولي محمد خان لغاري موجود آهن. زبدة المعاصرين بابت اها به روايت آهي ته سيد حسين هي تذڪرو حيدرآباد جي قلعي ۾ ويهي مير ڪرم علي خان لاءِ تيار ڪيو. هي ناياب تذڪرو ڊاڪٽر محمد باقر 1966ع ۾ ايڊٽ ڪري، اورينٽل ڪاليج ميگزين لاهور جي مدد سان، مختصر اردو مقدمي سان شايع ڪرايو آهي.

**تذڪره سرو آزاد:** تذڪره سرو آزاد جو مصنف مير غلام علي تخلص آزاد آهي. مير غلام علي حسيني اصل بلگرام جو رهاڪو هو ۽ سندس نسب حضرت زيد شهيد بن امام زين العابدين عليہ السلام سان ملي ٿو. مير آزاد 25 صفر 1116هه/18 جون 1704ع تي اوڌ صوبي شهر بلگرام ۾ ڄائو. هوش سنڀالڻ کان پوءِ پنجن ناميارن استادن کان تعليم حاصل ڪيائين. ابتدائي تعليم مير طفيل احمد بلگرامي کان ورتي بعد مير عبدالجليل بلگرامي (ناني) کان لغت، حديث، سيرتِ نبوي ۽ ادب، مير سيد محمد دائي کان شعر و شاعري، عروض ۽ فصاحت و بلاغت، شيخ محمد حيات سنڌي کان مديني ۾ مذهبي تعليم ۽ شيخ عبدالوهاب طبطاوي کان مڪي ۾ علم حديث پرايائين. پاڻ پنهنجي سوانح ۾ لکي ٿو ته سڄي عمر ۾ صرف ٽي دفعا بلگرام مان مسافرت ڪيائين. پهريون دفعو شاهجهان آباد (دهلي) ۾ ٻيو دفعو سنڌ ۾ ٽيون دفعو حجاز ڏي حج جي قصد سان ويو. هن نامور اديب، تاريخدان ۽ شاعر 84 سالن جي عمر ۾ سنه 1200/1785ع ۾ وفات ڪئي، ڪنهن شاعر سندس ماده تاريخ وفات هنن لفظن مان ڪڍي آهي "آه غلام علي آزاد" (1200هه).

مير غلام علي آزاد بلگرامي جون تصنيفون هي آهن. 1. ديوان آزاد، 2. مثنوي (مير عبدالجليل بلگرامي جي جواب ۾)، 3. مثنوي سراپائي عشق، 4. سندة السعادات في حسن خاتمة السادات، 5. غزالان هند، 6. شجره طيبہ، 7. روضة الاوليا، 8. مآثرالڪرام، 9. يدبيضا، 10. سرو آزاد، 11. خزانہ عامره، 12. ضوالدراري، 13. سبحة المرجان في آثار هندوستان ۽ 14. ديوان آزاد (عربي)، تذڪره سرور آزاد مولف 1166هه/1752ع ۾ مڪمل ڪيو ۽ ديباچي جي آخر ۾ قطعہ تاريخ چئي سن ڄاڻايو آهي.

شنو از قمريان غيب تاريخ
"نشاند آزاد سرو سبز تازه"
1166هه

مير غلام علي آزاد ان کان سواءِ پهرين باب جي آخر ۾ "تحرير عالي کرد آزاد" مان ۽ ٻئي باب جي آخر ۾ "ختم او احسن" مان سن 1166هه (1752ع) ڪڍيو آهي. هي تذڪرو ٻن بابن تي مشتمل آهي. پهرين باب مير آزاد فارسي جي هڪ سئو ٽيتاليهن شاعرن جو ذڪر ڪيو آهي. جن مان ٽيهه بلگرام جا رهاڪو (بلگرامي) ۽ باقي هڪ سؤ تيرهن مختلف شهرن سان تعلق رکندڙ آهن. هن تذڪري ۾ 1000هه/1591ع کان 1166هه/1752ع تائين جي شاعرن جو ذڪر ۽ ڪلام جو نمونو ڏنل آهي. ٻئي باب ۾ اردو جي اٺن شاعرن جو ذڪر آهي. هي تذڪرو مولوي عبدالحق جي ڪوشش سان لاهور مان 1913ع ۾ شايع ٿي چڪو آهي.

**تذڪره سلاطين ڪيچ و مڪران** (ڪتاب): هن ڪتاب جو مصنف حاجي عبدالنبي افغان آهي. هيءَ ڪتاب فارسي ٻوليءَ ۾ آهي. مصنف کي پهرين افغان ويڙهه ۾ (1838ع) ڪپتان ليچ، قلات کان مڪران ڏانهن، اُتي جي حالتن معلوم ڪرڻ لاءِ موڪليو هو. سندس تحقيقات تي ٻڌل مضمون، 1844ع جي ايشياٽڪ سوسائٽي بنگال جي رسالي ۾ هن قسطن ۾ شايع ٿيو ان ۾ مصنف جو هڪ سفرنامو به موجود آهي. هن تذڪري ۾ ڪيچ ۽ مڪران جي سلطانن جو ذڪر آهي ۽ ان مان سنڌ جي تاريخ تي به مختصر روشني پوي ٿي. هن ڪتاب جو هڪ نسخو برٽش لائبريءَ (اڳوڻي انڊيا آفيس لائبريءَ) ۾ 303 نمبر تي موجود آهي.

**تذڪره شعراءِ ٺٽ** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب سيد اسدالله شاهه "بيخود" حسيني ٺٽائيءَ جو لکيل آهي. جنهن ۾ ٺٽ جي شاعرن جو ڪلام ۽ سوانح عمريون شامل آهن. ٺٽ، ٽنڊي محمد خان ضلعي ۾ درياهه جي ڪپ




سان مشهور شهر ۽ بندر رهيو آهي. هن شهر ۾ حسيني سادات ۽ ميمڻن جا علمي گهراڻا آباد آهن، جن جي ڪلام ۽ سوانح کي محفوظ ڪرڻ لاءِ ڊاڪٽر سيد اسدالله شاهه حسيني تڪڙائيءَ هي تذڪرو ترتيب ڏنو، جيڪو سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد طرفان، 1952ع ۾ شايع ٿيو. ڪتاب جو ديباچو سيد ميران محمد شاهه لکيو ۽ ان ۾ غلام محمد گرامي جا تاثرات به شامل آهن. ڪتاب جو ٻيو ڇاپو بورڊ طرفان 2005ع ۾ شايع ٿيو. نئين ڇاپي جي قيمت 110 رپيا آهي.

**تذڪره شعراءِ سڪر** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ جو لکيل آهي. جنهن ۾ سکر جي شاعرن جو تفصيل ۽ شاعري بحث هيٺ آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جا 374 صفحا آهن ۽ قيمت پنج رپيا آهي. پهريون ڇاپو سنڌي ادبي سوسائٽي، همدرد پريس، سکر مان، سال 1965ع ۾ ڇپايو.

**تذڪره شعراءِ ڪشمير** (چار جلد) (ڪتاب): هي ضخيم تذڪرو سيد حسام الدين راشدي صاحب (1911ع-1982ع) مرتب ڪيو آهي. راشدي صاحب جي حوالي سان شعر، ادب، تذڪري ۽ تاريخ جي لڳ ڀڳ ٽيتاليهه ڪتابن جو تعداد اچي ٿو. ان کان علاوه فارسي، اردو ۽ سنڌي زبان ۾، سوين ڇپيل ۽ اڻ ڇپيل مقالا ۽ مضمون پڻ سندس قلم جو نچوڙ آهن. راشدي صاحب سال 1967ع ۾ اقبال اڪيڊمي ڪراچي (هاڻي لاهور) لاءِ اصلح ميرزا جو تذڪرو "شعراءِ ڪشمير" (تاليف 1161هه/ 1747ع) ايڊٽ ڪيو. تڏهن کين پنهنجي هن ضخيم ڪتاب جي ترتيب جو خيال آيو. پاڻ لکن ٿا:

"... ان دوران ڪتابن جو اڀياس ڪندي، ڪيئي اهڙا شاعر نظر تي چڙهيا، جن جو ذڪر اصلح جي تذڪري جو ڪونهي. اهڙن شاعرن بابت مواد گڏ ڪندي، ترتيب به ڏيندو ويس. چنانچ هنن انن مهينن ۾، نه صرف اصلح جو تذڪرو مفصل حاشين سان تيار ٿيو، بلڪ ٻيو تذڪرو به تيار ٿيو..." ابتدا ۾ هن تذڪري جي رٿا ٻن جلدن ۾ هئي، جيڪو پوءِ چئن جلدن تي پکڙجي ويو.

هن جلد ۾ الف کان ش تائين، ڪل هڪ سؤ ويهن شاعرن جو احوال اچي ٿو. پنج سؤ سورهن صفحن تي مشتمل هن تذڪري جو پهريون ڀاڱو سال 1967ع ۾ اقبال اڪيڊمي طرفا ڇپايو ويو. ٻيو جلد پنج سؤ ستاويهن صفحن تي آهي، جنهن ۾ ڪل چوونجاهه (ص- غ)، شاعرن جو تذڪرو ڪيو ويو آهي. شعراءِ ڪشمير جي هن تذڪري ۾، مرزا صائب ۽ عرفي شيرازي بابت، متن کان علاوه تعليقات ذريعي پڻ ڪافي مواد سهيڙيو ويو آهي. هن جلد ۾ ائيهه تصويرون پڻ ڏنل آهن، جن مان ڪجهه فوٽو مؤلف پاڻ ڇڪيا آهن. هي جلد سال 1968ع ۾ شايع ٿيو ان جو ٻيو ايڊيشن پڻ ظاهر ٿيو آهي. هن تذڪري جو ٽيون جلد پنج سؤ چوٽيهن صفحن تي پکڙيل آهي، جنهن ۾ اوڻهتر شاعرن (ف کان م تائين) جو تذڪرو موجود آهي. ان سان گڏ تعليقات جي شڪل ۾ ملا شيدا ۽ فيضيءَ بابت، اضافي مواد پڻ مهيا ڪيو ويو آهي. راشدي صاحب هن جلد جي آخر ۾، ڪجهه نسب نامہ ۽ تصويرون پڻ شامل ڪيون آهن. هي جلد سال 1968ع ۾ ۽ ٻيون پيرو 1982ع ۾ اقبال اڪيڊمي ڇپايو. شعراءِ ڪشمير جو چوٿون جلد، ڪل ٽي سؤ چوونجاهه صفحن تي مشتمل آهي. هن حصي ۾ ڪل هڪ سؤ ٽيهه بزرگن جو ذڪر ٿيو آهي. ان کان علاوه آخر ۾ ٻن فهرستن، الف، تذڪري جي تياريءَ ۾ ڪتب آندل ماخذ، ب. ڪشمير متعلق مواد جي ببليوگرافي پڻ هن جلد جي اهميت ۾ اضافو ڪيو آهي. هي جلد سال 1969ع ۾ پڌرو ٿيو جنهن ۾ ستاويهه فوٽا ۽ چئن ئي جلدن بابت انڊيڪس پڻ شامل آهي. اسان جي هن سنڌي عالم، شعراءِ ڪشمير جو هي تذڪرو ٽن سالن جي مدي ۾ تڪميل تي پهچايو. ڪشمير بابت هي مثالي ماخذ ڪل ٻه هزار صفحن تي پکڙيل آهي، جنهن ۾ ٽي سؤ ٽيهتر شاعرن جو ذڪر ملي ٿو. راشدي صاحب فارسي ڪتابن جي اڪثر ڪري ايڊيٽنگ ڪئي آهي، تاهم هي سندن اصل ڪم آهي، جنهن کي تصنيف بجاءِ تاليف ۽ ترتيب سڏڻ بهتر ٿيندو. هن تذڪري جي تياريءَ لاءِ سوين خطي ۽ ڇپيل ديوان، تذڪرا، تاريخون ۽ بياض ڪتب آندا ويا آهن. سيد صباح الدين عبدالرحمان، هن تذڪري بابت هن ريت تبصرو ڪيو آهي:

"... راشدي صاحب ذکرہ شعراءِ ڪشمير کي مختلف جلدن ۾ ترتيب ڏئي، ارباب علم جي ڪيترن ئي مسئلن کي آسان بنائي ڇڏيو آهي. هن ۾ جنهن به شاعر جو ذڪر آيو آهي، ان متعلق وڏي محنت ۽ تڪليف سان سينئي تذڪرن جا اقتباس هڪ هنڌ جمع ڪيا ويا آهن. انڪري جدا جدا تذڪرن جي خاڪ ڇاڻڻ کان ڇوٽڪارو ملي ويو آهي."

**تذڪره شهباز** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ جو لکيل آهي. جنهن ۾ حضرت قلندر لال شهباز جي زندگيءَ ۽ شخصيت تي روشني وڌل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 164 صفحا آهن ۽ قيمت به رپيا اٺ پئسا رکيل آهي. پهريون ڇاپو، سنڌي ادبي اڪيڊمي لاڙڪاڻي همدرد پريس، سکر مان سال 1964ع ۾ ڇپايو. هن ڪتاب جو ڇاپو ٻيو سال 1969ع ۾ شايع ٿيو.

**تذڪره صوفياءِ سنڌ** (ڪتاب): اعجاز الحق قدوسيءَ جو هيءُ ڪتاب "تذڪره صوفياءِ سنڌ" جو ٻيو ڇاپو، اردو زبان ۾، "اردو مرڪز لاهور" پاران، نومبر 1975ع ۾ ڇپايو ويو آهي، جنهن جي ڪتابت عزيز فاروقيءَ جي ڪيل آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو، اردو اڪيڊمي سنڌ، ڪراچيءَ پاران ڇاپيو ويو هو. هن ڪتاب جو انتساب آغا بدر عالم دراني، سابق اسپيڪر سنڌ اسيمبلي ۽ مبين الحق صديقي، سابق ميمبر سينيٽ، ڪراچي يونيورسٽيءَ جي نالي ڪيو ويو آهي. ڪتاب جو پيش لفظ سيد حسام الدين راشديءَ لکيو آهي. اعجازالحق قدوسيءَ هن ڪتاب ۾ سنڌ جي مختلف سلسلن سان واسطو رکندڙ صوفي بزرگن جو ذڪر ڪيو آهي.

**تذڪره ڪلمات الشعرا** (ڪتاب): تذڪره ڪلمات الشعرا جو مولف مرزا ميان محمد افضل تخلص سرخوش آهي. هن جو ڏاڏو مير لعل بيگ بدخشاني اصل بدخشان جو رهاڪو هو ۽ هن جو پيءُ محمد زاهد شاهي گهراڻي سان منسلڪ هو ۽ عالمگير بادشاهه جي دربار سان پڻ وابسته رهيو. محمد زاهد جا پنج ئي پٽ عالمگير جي دربار سان منسلڪ هئا. ميان محمد سرخوش، محمد زاهد جو ٻيو نمبر پٽ هو. ميان محمد سرخوش 1050هه/1640ع ۾ ڪشمير ۾ پيدا ٿيو ۽ مير معز "افضل اهل زمانہ" مان سندس ماده تاريخ ڪڍي. ميان سرخوش شاعري ۾ پهرين پنهنجي وڏي ڀاءُ کان ۽ بعد ۾ ميرزا محمد علي کان سکيا ورتائين. ان کان سواءِ منعم حڪاڪ شيرازي ۽ مير معز موسوي فطرت کان ٻن نندپڻ ۾ گهڻو ڪجهه پرايو هن جي شروع کان درويشائي طبيعت هئي. تصوف جي حقيقت کان آگاهه ۽ صوفي هو هن جي

شاگردن مان سڀ کان مشهور بندر ابن داس خوشگو (مولف تذڪره سفينہ خوشگوي) هو. ميان سرخوش 76 سالن جي عمر ۾ 1126ھ/1714ع تي دهلي ۾ وفات ڪئي ۽ اتي ئي مدفن ٿيو. هن جون تصنيفون هي آهن. 1. ديوان سرخوش (ٻہ عدد). 2. ڪليات سرخوش. 3. مثنوي نور علي نور (بقليد مولانا رومي). 4. ساقي نامو. 5. مثنوي حسن و عشق (سسئي پنهون جي داستان بابت). 6. مثنوي قضا و قدر. 7. مثنوي تعريف هندوستان. 8. مثنوي جنگ نامہ. 9. مثنوي تعريف خسخانہ ان ڪانسواءِ نثر ۾ 10. رسالہ رايح (لوايح جامي جي تقليد ۾). 11. جوش و خروش. 12. مير معز ۽ ناصر علي جي ديوانن جي ترتيب ۽ ديباچا ۽ 13. تذڪره ڪلمات الشعرا.

ميان محمد سرخوش هي تذڪرو 1093ھ/1681ع ۾ تاليف ڪيو. پر هن مورخن جو چوڻ آهي تہ هي تذڪرو 1115ھ/1703ع ۾ مڪمل ٿيو. مولف هن تذڪري ۾ جهانگير بادشاهہ کان وٺي عالمگير شاهہ جي دؤر تائين جي سخنورن جو ذڪر ڪيو آهي ۽ انهن مان ڪجهہ سان مولف جي صحبت پڻ هئي. هن تذڪري ۾ الف ب وار شاعر جو ذڪر ڏنل آهي. تذڪرو مير الهي جي ذڪر کان شروع ٿئي ٿو ۽ مير يحيىٰ ڪاشي جي ذڪر تي ختم ٿئي ٿو. سيئي شاعر جهانگير، شاهہ جهان ۽ اورنگ زيب عالمگير جي دور (1014ھ/1605ع_1119ھ/1707ع) جا آهن. هن تذڪري ۾ سنڌ جي خاص ڪري ٺٽي جي شاعرن جو تفصيلي احوال موجود آهي. هن جا قلمي نسخا دنيا جي مشهور لائبررين ۾ موجود آهن. هي تذڪرو 1942ع ۾ لاهور مان ۽ 1951ع ۾ مدراس مان ڇپجي چڪو آهي.

**تذڪره ڪوٽائي سادات روهڙي (ڪتاب)**: ساهتي ادبي اڪيڊمي، نواب شاهہ، طرفان، روهڙيءَ جي ڪوٽائي سادات بابت ڊاڪٽر حامد علي قريشي خانائيءَ جو هيءُ ڪتاب "تذڪره ڪوٽائي سادات روهڙي"، 1998ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. هيءُ ڪتاب ڊيمي سائيز ۾ 290 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ ناياب تصويرون بہ شامل آهن. ڪتاب جو سرورق نهايت وڻندڙ آهي. هن ڪتاب جي قيمت 200 رپيا آهي. ڪتاب جي بئڪ ٽائيٽل تي تاج جويي جو مختصر نوٽ ڇپيل آهي. هن ڪتاب ۾ پيش ڪيل مواد کي ڇهن بابن ۽




15 عنوانن ۾ ورهايو ويو آهي. ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾ 9 ضميما ڏنا ويا آهن، جن ۾ ببليوگرافي، تعليقات ۽ ماخذن جو هڪ وڏو وچور شامل آهي. گڏوگڏ ان ۾ ڪوٽائي سادات جي خاندان جا شجرا ۽ ڪن ماڳن مڪانن جي نشاندهي پڻ تصويرن ذريعي ڪئي وئي آهي. مصنف هن ڪتاب ۾ سنڌ جي تاريخ جي لڪل شخصيتن کي نروار ڪيو آهي. ڪتاب جي مطالعي مان خبر پوي ٿي تہ سنڌ جي سيدن مان رضوي سادات جو پاڙو وڏي ناماچار وارو ٿي گذريو آهي. هن خاندان هر دور ۾ وڏن عالمن، اديبن، شاعرن، درويشن ۽ سياسي بصيرت رکندڙ بزرگن کي جنم پئي ڏنو آهي. هن خاندان جو هڪ وڏو عالم، اهل دل بزرگ ۽ بڪر جو مغل گورنر نواب سيد مير يعقوب علي خان رضوي ٿي گذريو آهي، جنهن جو اولاد اڄ بہ سندس اڏايل ڪوٽ مير يعقوب علي شاهہ ۾ رهي ٿو هي خاندان ان ڪوٽ ۾ رهڻ ڪري "ڪوٽائي سادات" جي نالي سان مشهور آهي. هن ڪتاب ۾ مير يعقوب علي خان جي سوانح عمري، سياسي ڪارنامن، ملڪي انتظام، ادبي ۽ ثقافتي خدمتن ۽ ٻين لاڳاپيل ڳالهين تي عالماڻي انداز ۾ روشني وڌي وئي آهي. مصنف هن ڪتاب جي لکڻ جو مقصد بيان ڪندي لکي ٿو تہ "افسوس سان چوڻو ٿو پوي تہ سنڌ جي هن عظيم شخصيت جي زندگيءَ ۽ ڪارنامن جي باري ۾ ڪنهن مؤرخ يا تذڪره نويس ڪوبہ تفصيل سان احوال نہ ڏنو آهي. مير يعقوب علي خان هندستان جي هاڪارن مغل بادشاهن، جهڙوڪ شاهجهان ۽ اورنگزيب جي وڏن اميرن، اڪابرن ۽ اعليٰ شخصيتن مان هڪ هو. ميرصاحب ان دور جي ملڪي ۽ سياسي معاملن ۾ نهايت ڀرپور نموني حصو ورتو ۽ لاڳيتو ٽيرهن سالن جي عرصي تائين اُتر سنڌ جي سياست تي ڇانيل رهيو. پر سنڌ جي هن عظيم شخصيت کي مغلن جي ٻين اميرن، نوابن ۽ مدبرن وانگر، ان دور جي مؤرخن ۽ تذڪره نويسن پنهنجن تاريخن ۽ تذڪرن ۾ ڪابہ نمايان جاءِ نہ ڏني آهي." ڪتاب جي چوٿين باب ۾ ڪوٽائي سادات جي اديبن، شاعرن ۽ مشاهيرن جي علمي ادبي ڪارنامن جو خاص طور ذڪر ڪيو ويو آهي، جن سنڌي ۽ فارسي زبانن ۾، نثر ۽ نظم ۾ ڪيترائي ڪتاب تصنيف ۽ تاليف ڪيا. مصنف سندن منظوم ڪلام جو ڪجهہ نمونو پڻ ڏنو آهي. ڪتاب ۾ شامل مواد، سنڌ جي تاريخ جي وچايل ڪڙين مان هڪ اهم ڪڙي آهي، جنهن ۾ اهو ڏيکاريو ويو آهي تہ سنڌ جي سرزمين تي ڪهڙا نہ وڏا اهل علم ۽ بصيرت جا صاحب ٿي گذريا آهن. جن اعليٰ منصب ماڻيا ۽ پنهنجي سياسي تدبر سان ملڪي انتظام کي صحيح نموني هلائڻ جا جوهر ڏيکاريا.

**تذڪره لباب الالباب**: هي تذڪرو سنڌ ۾ پيدا ٿيل فارسي ادب جو هڪ اوائلي ۽ نادر نمونو آهي. سلطنت هند جي شروعاتي دور ۾ اتر سنڌ ۽ ملتان تي ناصر الدين قباچہ (602/1205ع-625ھ/1228ع) نالي هڪ علم دوست حاڪم راڄ ڪندو هو. قباچہ ۽ سندس وزير توڙي امير، فارسي علم ۽ ادب جا وڏا مربي هئا. هنن جي دربار ۾ وڏا وڏا شاعر ۽ اهل قلم پليا ۽ نپنا. ان دور ۾ نہ صرف سنڌ جي پر مجموعي طور تي فارسي زبان ۾ شاعرن جو پهريون تذڪرو "لباب الالباب" نالي سان تيار ٿيو.

هن تذڪري جو مؤلف سديدالدين محمد عوفي. بخارا ۾ ڄائو ۽ اتي ئي تعليم ورتائين. پاڻ پنهنجو نالو هن ريت ٻڌايو اٿس: "محمد بن محمد عوفي". سندس لقب تي علمي دنيا ۾ ڪافي اختلاف ڏسجي ٿو. ڪيس سديد الدين، نور الدين ۽ جمال الدين جي ن سان بہ سڏيو ويو آهي. پر سندس صحيح لقب "سديدالدين" آهي.

لقبن جي هن اختلاف سبب محقق هڪ بجاءِ متعدد 'عوفي' پيدا ڪري وڌا آهن. عوفي عملي دنيا ۾ قدم رکندي ڏاڍا ڏک ڏٺا ۽ ڪيترن ئي شهرن جو روزگار جي سانگي سير سفر ڪيائين. هن سن 617ھ/1220ع تائين خراسان ۾ رهائش اختيار ڪئي، جتان پوءِ مغل انتشار ۽ بربادي سبب ساڳئي سال ۾ سنڌ پهتو. ان وقت سنڌ جو حاڪم ناصر الدين قباچہ هو. جنهن جو مرڪز 'اچ شريف' هو. سنڌ پهچي عوفي قباچہ جي دربار سان لاڳاپجي ويو. خدا جي ياد سان گڏ هن پاڻ کي اچ ۾ لکڻ ۽ پڙهڻ ۾ مشغول رکيو. قباچہ جي زوال بعد 625ھ/1228ع عوفي التمش جي دربار ۾ شامل ٿي ويو، جتي سن 645ھ ۾ وفات ڪيائين. سندس هيٺين ڪتابن جو احوال ملي ٿو:

1. تذڪره لباب الالباب

2. الفرج بعد الشدة، فارسي ترجمو، انتساب قباچہ (تصنيف قاضي ابي الحسن بن علي التنوخي، وفات 384ھ/994ع).

3. جوامع الحڪايات، چار جلد (قباچہ جي فرمائش تي لکجڻ شروع ٿيو، جو پوءِ 628ھ ڌاري پورو ٿيو).

4. مدايح السلطان (قصيدا، گم ٿيل)

لباب الالباب سن 618ھ/1221ع ۾ اچ ۾ قباچہ جي دربار ۾ تيار ٿيو ۽ مؤلف پنهنجي هن مثالي تذڪري جو انتساب، وزير عين الملڪ فخر الدين الحسيني اشعريءَ جي نالي ڪيو. هن ڪتاب ڪان اڳ فارسي زبان ۾ شاعرن جو ڪو بہ تذڪرو تيار نہ ٿيو هو يعني دنيا ۾ پهريون تذڪرو سنڌ ۾ لکيو ويو.

جيتوڻيڪ ابتدا ڪان وٺي اڄ ڏينهن تائين هن تذڪري جي قدامت تي بحث جاري آهي. تاهم عالمن ۽ نقادن مشهور عالم ۽ مؤرخ مير غلام علي بلگرامي آزاد (ٻارهين صدي هجري) جي هن راءِ سان پورو اتفاق ڏيکاريو آهي، تہ پوءِ سڀ تذڪره نويس ادبي خيال ڪان عوفيءَ جو اولاد آهن. ان ڏس ۾ وڌيڪ مطالعي ۽ بحث مباحثي لاءِ ڊاڪٽر علي رضا تقوي جو ڪتاب "تذڪره نويسي فارسي در هند و پاڪستان" ڏسڻ گهرجي.

عوفيءَ جو هي تذڪرو ٻن جلدن ۾ تحرير ٿيل آهي، جن ۾ ٻارنهن باب آهن. ياد رهي تہ آخري باب، سنڌ جي ادبي دربار متعلق مواد فراهم ڪري ٿو.

ڪجھ عالمن ۽ محققن جو رايو آهي تہ عوفيءَ ڪان هي تذڪرو تيار ڪندي ڪيئي غلطيون سرزد ٿيون آهن. تاهم لباب الالباب سوانحي، ادبي، شعري ۽ تمدني تاريخ جو اهو لازوال حوالاجاتي ڪتاب آهي، جنهن جو ڪيترن ئي ملڪن ۽ شهرن تي ڪم ڪندي، حوالو وٺڻ ناگريز ٿي پيو آهي. حقيقت ۾ عوفي جيڪڏهن ان دور ۾ هن موضوع تي قلم نہ کڻي ها تہ پوءِ پڪ سان وچ ايشيا، ايران، خراسان ۽ هند-سنڌ جي اوائلي علمي تاريخ جا ڪيئي گوشا اڄ گم هجن ها. هي تذڪرو پوءِ جي عالمن لاءِ جن ان موضوع تي قلم کنيو، هڪ مشعل راھ بنيو آهي.

عوفيءَ جو هي تذڪرو جيتوڻيڪ سنڌ ۾ تيار ٿيو، ليڪن سنڌي عالمن اڄ ڏينهن تائين،ا ن کي هتي جي ادبي تاريخ ۾ مناسب اهميت تہ نهيو، پر ان جو ذڪر ڪرڻ بہ مناسب نہ سمجهيو آهي. هونءَ تہ اسان وٽ ادبي اتهاس ۾ عوفي ابتدا ڪان نظرانداز ٿي ٿيو آهي، تاهم موجوده دور ۾ پهريائين ڊاڪٽر سدا رنگاڻي پنهنجي ڪتاب "سنڌ جا فارسي گو شاعر، انگريزي" ۽ پوءِ مسٽر محمد حسين پنهور ڪتاب "سنڌ جي واقعاتي لغت، ص 42-251، انگريزي" خاص طرح سان ان ڏس ۾ ڪوتاهي ڪئي آهي. تعجب آهي تہ پنهور صاحب، ان دور ۾ سنڌ ڪان ٻاهر جي ٿيل تصنيف تاليف کي تہ پنهنجي ڪتاب ۾ خاص جڳھ ڏني آهي، تاهم لباب الالباب ڪانئس بلڪل وسري ويو ٿو ڏسجي.

هن تذڪري جو پهريون جلد لنڊن ۽ ليڊن مان، پروفيسر براؤن سال 1903ع ۾ شايع ڪيو. ساڳي عالم مرزا محمد قزوينيءَ سان گڏجي لباب جو ٻيو جلد سال 1906ع ۾ پڌرو ڪيو. ڪتاب جو ٻيون ۽ گڏيل ايڊيشن، اضافي تعليقات سان، مرحوم سعيد نفسي، سال 1945ع ۾، تهران مان نروار ڪيو آهي. ان ڪانسواءِ ويجهڙائي ۾ هن تذڪري جا ٻئي جلد ايران مان ڇپجي چڪا آهن. ايران مان شايع ٿيندڙ هي تذڪرو ٻن نمونن ۾ شايع ٿيو آهي. هڪ ايڊيشن ۾ تذڪري جا ٻئي جلد هڪ ٻئي ۾، جڏهن تہ ٻئي ايڊيشن ۾ ٻئي جلد الڳ الڳ شايع ڪيا ويا آهن.

**تذڪره لطفي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ٽن جلدن ۾ پروفيسر لطف الله بدويءَ جو لکيل آهي، جيڪو سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جو هڪ جامع ڪتاب آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌ جي تاريخ سان گڏ، سنڌي ادب ۽ شاعريءَ جي تاريخ بہ لکيل آهي. مصنف پروفيسر لطف الله بدويءَ هن ڪتاب ۾ نهايت سهڻي پيرايي ۾ سنڌ جي تاريخ جو پس منظر بہ ڏنو آهي. ڪتاب جو انداز بيان روايتي آهي. هيءُ ڪتاب ٽن جلدن ۾ ترتيب وار 1943ع، 1946ع ۽ 1953ع ۾ شايع ٿيو. ڪرائون سائيز جي پهرئين جلد ۾ 320 صفحا آهن ۽ قيمت 3 رپيا 8 آنا آهي، ان جو ڇاپو پهريون، آر. ايڇ. احمد اينڊ برادرس، حيدرآباد، سال 1955ع ۾ ۽ ٽيون ڇاپو سال 1963ع ۾ شايع ڪيو.




تذڪره لطيفي ڀاڱي ٻئي جي ڪرائون سائيز جا 444 صفحا آهن ۽ قيمت 5 رپيا آهي. پهريون ڇاپو، آر. ايڇ. احمد اينڊ برادرس، اسٽئنڊرڊ پريس، حيدرآباد، مان سال 1956ع ۾ ۽ ٽيون ڇاپو 1968ع ۾ شايع ڪيو.

تذڪره لطيفي ڀاڱي ٽئين واري ڊيمي سائيز ڪتاب ۾ 442 صفحا آهن ۽ قيمت 2 رپيا 8 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، آر. ايڇ. احمد اينڊ برادرس، اسٽئنڊرڊ پريس، حيدرآباد مان، سال 1952ع ۾ ڇپيو.

**تذڪره مجمع البلغاء**: هن تذڪري جو مؤلف مير علي شير قانع ٺٽوي جو فرزند مير غلام علي "مائل" آهي. هي صاحب سن 1181ھ ۾ پيدا ٿيو. ٺٽي ۾ تعليم ۽ تربيت ٿيس ۽ اتي ئي سال 1251ھ ۾ وفات ڪيائين. هي صاحب ٽالپوري دور جو، فارسي ۽ اردو زبانن جو قادرالڪلام شاعر ٿي گذريو آهي. پاڻ مير ڪرم علي خان جي دربار سان لاڳاپيل هو. سنڌي ادبي بورڊ، مائل جو فارسي شعر "ڪليات مائل" نالي سان 1909ع ۾ ڇپيو آهي. جيتوڻيڪ مير مائل شاعرن جو تذڪرو "مجمع البلغاء" نالي سان تيار ڪيو. جڏهن تہ ڪليات جي مرتب حبيب الله رشدي، ان جو ذڪر نہ ڪيو آهي. راشدي صاحب هن تذڪري بابت لکيو آهي تہ:

"مير علي شير جي پٽ ۽ سنڌ جي مشهور شاعر، سنڌ جي شاعرن جو هي تذڪرو سن 1218ھ/1803ع ۾ مرتب ڪيو. مسٽر ايليٽ جي فائيلن مان معلوم ٿيو تہ تذڪري جا جملي 639 ورق هئا ۽ هر هڪ صفحي تي 12 سٽون هيون. ابتدائي ارغون عهد ڪان وٺي ٽالپري عهد تائين فارسي گو شاعر، جيڪي سنڌ ۾ ٿي گذري، يا سنڌ سان جن جو ڪنهن نہ ڪنهن طرح سان واسطو رهيو، انهن سڀني جو مفصل احوال ڏنو ويو آهي. مقالات الشعرا واري سلسلي جو، هي تذڪرو هڪ جامع ۽ مڪمل ڪڙي آهي. افسوس آهي جو ان جو ڪو بہ نسخو دستياب ٿي نہ سگهيو آهي. چند اقتباس ايليٽ جي فائيلن ۾ موجود آهن".

**تذڪره محڪ شعراءِ**: ٽالپرن جي دور ۾ فارسي گو شاعرن جو هي ٽيون تذڪرو سال 1253ھ /1837ع ۾ حيدرآباد سنڌ ۾ محمد صالح شاملوي خراساني تحرير ڪيو. مؤلف جي سوانح بابت تمام ٿوري معلومات ملي ٿي. ان ڏس ۾ صرف ايترو معلوم ٿيو آهي تہ محمد صالح جو تعلق فتح علي شاھ قاچار (1212ھ/1797ع-1260ھ/1844ع) جي دور سان هو. پاڻ سنڌ ۾ مير نور محمد ٽالپر (1249ھ/1833ع-1255ھ/1839) جي زماني ۾ پهتو.

ڊاڪٽر علي رضا نقوي جنهن هن تذڪري جي نشاندهي ڪئي، هن جي تاليف جو سبب هن ريت ڄاڻائي ٿو: ”ڪيتري وقت کان همعصر شاعرن بابت ڪجھ لکڻ جو خيال هو. ليڪن بي انتها مصروفيتن ڪري ڪجھ ڪري نہ پئي سگھيس. آخر سن 1252ھ/1836ع ۾ حيدرآباد سنڌ ۾....“

محڪ شعراءِ جي واحد قلمي نسخي ۾، ديباچو اڌورو لکيل آهي، لهاذا اڳتي ڇا هو، ان متعلق ڪا بہ ڄاڻ ڪانهي!

محمد صالح جي تذڪري ۾ ڪل هڪ سئو ايڪياسي شاعرن جو ذڪر اچي ٿو ۽ ترتيب جي خيال کان هن جا چار حصا آهن: 1. فتح علي شاهہ قاچار جو احوال. 2. ٻارهن شهزادن جو ذڪر، 3. فتح علي شاهہ جي چئن اميرن جو ذڪر، 4. فتح علي شاهہ جي دور جي 164 شاعرن جو ذڪر.

’محڪ شعراءِ‘ ۾ پهريون نالو فتح علي شاهہ قاچار ۽ آخري نالو ميرزا وصال شيرازيءَ جو ڏسجي ٿو. محمد صالح ايراني شاعرن سان گڏ ڪجھ هندي شاعرن جو احوال پڻ ڏنو آهي، جيڪي هن ريت آهن: چراغ علي خان آصف جاهي (مازند راني)، عباس قلي خان نصرت دکني، برهان قلي خان لکنوي، مير محمد حسين لکنوي، ميرزا فاخر شاهجهان آبادي، ميرزا علي نقي خان لاهوري، آزاد ڪشميري، نور العين واقف ۽ هادي بيگ شائق. ڊاڪٽر علي رضا جو رايو آهي تہ مؤلف اڪثر اهڙن شاعرن متعلق ڄاڻ مهيا نہ ڪئي آهي، جن سان سندس ذاتي ڏيٺ ويٺ هئي. تعجب آهي تہ محمد صالح هندستاني شاعرن جي ذڪر ڪرڻ وقت انتهائي چالاڪيءَ سان سنڌ جي شاعرن کي ’محڪ شعراءِ‘ مان خارج ڪري ڇڏيو آهي. افسوس جو هڪ بہ سنڌي شاعر هن تذڪري ۾ شامل نہ ٿي سگھيو. ڪاڏائين سنڌ جو ۽ ڳاڻائين هند کي. هن تذڪري جو واحد قلمي نسخو (شمارو 4096) تهران جي لائبريري ۾ موجود آهي، جيڪو گھڻو ڪري محققن جي نظرن کان اوجهل پئي رهيو آهي.

**تذڪره مخاديم ڪُهڙا** (سنڌي) (ڪتاب): ”فوزالاخلاق من فيض الاسلاف عرف تذڪره مخاديم ڪُهڙا“ جو مؤلف مخدوم ميان الله بخش عباسي آهي. سندس والد مخدوم ميان محمد عاقل ’رابع‘ عرف مخدوم ميان پير محمد بہ هڪ وڏو عالم ۽ صاحب تصنيف بزرگ هو. سندس تصنيفات ۾ تواريخ آئينہ جهان نما، رياض محفل، تفسير پاره عم ۽ مجموعہ فتاويٰ جا نالا ملن ٿا. مخدوم ميان الله بخش پنهنجي ڪتاب جو ڪافي مواد ”تواريخ آئينہ جهان نما“ تان اخذ ڪيو آهي. ”تذڪره مخاديم ڪُهڙا“ اصل ۾ فارسي زبان ۾ لکيل آهي، جنهن جو تذڪرو سيد حسام الدين راشديءَ پنهنجي ايڊٽ ڪيل ڪتاب ”حديقة اولياء“ جي مقدمي ۾ بہ ڪيو هو انهيءَ فارسي قلمي نسخي جا ڪيترائي نقل سنڌ جي مختلف ڪتب خانن ۾ موجود آهن. سن 1990ع تائين، هيءُ تذڪرو فارسي زبان ۾ ئي رهيو.

”تذڪره مخاديم ڪُهڙا“ جو سنڌي ترجمو پڻ ٿيو آهي، جيڪو مخدوم غلام احمد ڪيو آهي. هن تذڪري جي ابتدا ۾ ڪُهڙن جي مخدوم خاندان جو شجرو، سندن سنڌ ۾ وارد ٿيڻ ۽ ڪُهڙن ۾ سڪونت اختيار ڪرڻ جو احوال ڏنل آهي. ان کان پوءِ ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي دور جي اهم تاريخي واقعن: جهڙوڪ مخدوم ميان عبدالرحمان، مخدوم ميان محمد عاقل (ثاني) ۽ ٻين معتقدن کي ميان نور محمد ڪلهوڙي پاران شهيد ڪرائڻ جو سربستو احوال بيان ڪيو ويو آهي. تنهن کان سواءِ ان دور جي تاريخي، سياسي، مذهبي ۽ تصوف جي روحاني تحريڪن ۽ ٻين ڪيترين ئي اهم ڳالهين جو ذڪر بہ ڪيو ويو آهي. ڊاڪٽر عطا محمد ”حاميءَ“، مذڪوره فارسي قلمي نسخي تان مواد وٺي، ”ڪُهڙن جا مخدوم“ جي عنوان سان هڪ مقالو لکيو هو، جيڪو 1958ع ۾ ماهوار ”نئين زندگيءَ“ ۾، ٻن قسطن ۾ ڇپيو هو. دراصل ”حامي“ صاحب جي انهيءَ مضمون مقالي ۾، هن ڪتاب جو اصل روح اچي چڪو آهي.

مخدوم غلام احمد جو هيءُ سنڌي ترجمو آسان ۽ عام فهم زبان ۾ آهي. مخدوم صاحب خود فارسي زبان جو چڱو عالم هو. هن سنڌي متن جي هيٺان پنهنجا قيمتي نوٽ ۽ حاشيا ڏنا آهن، جن مان سندس قابليت ۽ تاريخ جي مطالعي جو پتو پوي ٿو. هن ترجمي ۾ هڪ ڪمزوري اها بہ ڏسڻ ۾ اچي ٿي تہ متن ۾ ڪافي هنڌن تي مترجم طرفان پنهنجا اضافا شامل ڪيا ويا آهن، جن مان ڪن کي ڏنگيءَ ۾ رکيو ائين، تہ ڪٿي وري ائين ملائي ويو آهي. جنهنڪري ڪن هنڌن تي اصل فارسي متن جو روح مجروح ٿي پيو آهي.

ان ترجمي کي ترتيب سان سنواري پروفيسر مخدوم شبير احمد ڇپرايو آهي، جيڪو مترجم جو فرزند آهي. هي ڪتاب 2005ع ۾ گلشن پبليڪيشن حيدرآباد طرفان شايع ٿيو آهي.

**تذڪره مخدومان هالا** (ڪتاب): هالن جي نامور مخدومن جو هي تذڪرو مخدوم جميل الزمان جو لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ هالا جي مخدومن (1790 کان 1944ع) جو احوال درج آهي. مخدوم نوحؒ جي فيض، مريديءَ، درگاهہ ۽ خاندان سان وابستہ سيني بزرگن جي زندگين ۽ ڪرامتن بابت هن ڪتاب ۾ مفصل روشني وڌل آهي. ان کان سواءِ مخدوم صاحبن جي لکيل نسخن، واقعن ۽ شعر و سخن جو بيان ۽ 74 ناياب تصويرون بہ هن ڪتاب ۾ موجود آهن. هي تذڪرو مصنف ٻن حصن ۾ ورهايو آهي. پهرين حصي ۾ خاندان جي پس منظر سان گڏوگڏ حضرت مخدوم نوح جو احوال پڻ ڏنل آهي، ان کانسواءِ حضرت ابوبڪر صديقؓ، حضرت ابوالقاسمؓ، حضرت عثمان غنيؓ، حضرت ابو عبدالرحمان قاسمؓ ۽ شيخ الشيوخ شهاب الدين سهروردي جو احوال پڻ موجود آهي. حصي ٻئي ۾ مخدوم امين محمد ثالث، مخدوم زمان سرڪار، مخدوم محمد ظهير الدين ۽ مخدوم غلام محمد عرف گل سائين جو مڪمل احوال ۽ ڪلام جو نمونو ڏنل آهي. ان کانسواءِ ڪيترن ئي ٻين بزرگن جو احوال پڻ موجود آهي. تذڪري ۾ ٻن حصن کانسواءِ حاشيا، ضميما ۽ شجرا پڻ وڏي محنت سان ترتيب ڏنل آهن. آخر ۾ مددي ڪتابن جي فهرست سان گڏوگڏ انڊيڪس بہ ڏنل آهي. هن ڪتاب جو مهاڳ، ڊاڪٽر نواز علي شوق لکيو آهي. پڪي جلد، ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ 610 صفحا آهن ۽ قيمت 250 رپيا آهي. هي ڪتاب طالب المولىٰ اڪيڊمي هالا طرفان 2001ع ۾ شايع ٿيو.




**تذڪره مشاهير سنڌ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مولانا دين محمد وفائيءَ، ورهاڱي کان اڳ لکي تيار ڪيو هو، جنهن ۾ سنڌ جي عالمن، درويشن ۽ بزرگن تي تحقيق سان سوانح عمريون ۽ واقعا شامل آهن. مولانا صاحب هن ڪتاب جي ترتيب ڏيڻ کان اڳ ئي گذاري ويو، جنهنڪري مسودي تي نظرثاني نہ ٿي سگھي. ان کان پوءِ ڪتاب جو مسودو سنڌي ادبي بورڊ جي حوالي ٿيو جنهن طرفان هي تذڪرو ٽن جلدن ۾ شايع ڪيو ويو. ان جو تفصيل هن طرح آهي:



پهريون ڀاڱو: هن ڀاڱي ۾ ڪل 124 سوانح عمريون ڏنل آهن ۽ 350 صفحن تي مشتمل آهي. هن حصي جي قيمت 50 رپيا آهي. هن جلد کي پير حسام الدين راشديءَ ايڊٽ ڪيو. جيڪو ترتيب، مقدمي ۽ حاشين سان سنڌي ادبي بورڊ 1974ع ۾ شايع ڪيو.

ڪتاب جو ٻيو ڀاڱو سنڌي ادبي بورڊ طرفان 1985ع ۾ ڇپيو جنهن ۾ سنڌ جي 170 مشاهيرن جي سوانح عمرين، مقدمي، فهرستن سميت 365 صفحا آهن. هن جلد جي قيمت 50 رپيا آهي.

هن ڪتاب جو ٽيون ڀاڱو سنڌي ادبي بورڊ طرفان 1986ع ۾ ڇپايو ويو. هن ڀاڱي ۾ 148 سوانح عمريون، حاشين ۽ فهرستن سميت شامل آهن. هن جلد ۾ 360 صفحا آهن ۽ قيمت 50 رپيا آهي. مولانا دين محمد وفائي صاحب "تذڪره مشاهير سنڌ" کي وسيع پيماني تي لکڻ لئي چاهيو ان لاءِ هن سڄيءَ سنڌ ۾ گشت ڪري مواد حاصل ڪرڻ لاءِ وڏي جاکوڙ ڪئي، پر ڪيس زندگيءَ وڌيڪ مهلت نه ڏني.

**تذڪره مشائخ سيوستان** (ڪتاب): سيوهڻ، مغلن جي دور ۾ هڪ اهم سياسي، سماجي ۽ علمي مرڪز رهيو آهي. ان دور ۾ هتي پيدا ٿيل فارسي ادب جو هڪ اهم مثال هيءُ تذڪرو آهي، جيڪو عبدالغفور بن حيدر سيوهاڻيءَ، ديندار خان لاءِ، سال 1039هه/ 1629ع ۾ لکيو. هي مختصر ڪتاب سيوهڻ جي صوفين بابت آهي. پير حسام الدين راشديءَ هن مختصر ڪتاب کي ترتيب ڏنو ۽ ان ۾ مقبرن جو احوال، حاشيا، نقشا ۽ تصويرون. ڪتاب جي فارسي متن سميت اپريل 1974ع جي 'ٽه ماهي مهراڻ' ۾ شايع ٿيا؛ بعد ۾ نياز همايونيءَ ان جو سنڌي ترجمو ڪيو جيڪو پڻ ساڳئي رسالي ۾ شايع ٿيو.

**تذڪره معيار سالڪان طريقت** (ڪتاب): فارسي ٻوليءَ جو هي مستند تذڪرو سنڌ جي نامور مورخ، شاعر، اديب، تاريخ گو ۽ تذڪره نگار مير علي شير قانع ٺٽويءَ 1202هه/ 1787ع ۾ تاليف ڪيو. مؤلف اصل مسودو تيار ڪري، ان جو نالو "معيار سالڪان طريقت" رکيو ۽ پنهنجو نالو "علي شير قانع شيرازي الحسيني التتوي" ڄاڻايو آهي. مؤلف مقدمي ۾ ٿي قطعه تاريخ چئي آهي، جنهن جي آخري مصرع جي لفظن "معيار سالڪان طريقت" مان سال تصنيف 1202هه ڪڍيو ويو آهي.




هالاڻيءَ جي جنگ کان پوءِ 1199هه / 1784ع ۾، جڏهن ٽالپرن سنڌ ۾ پنهنجي حڪومت قائم ڪئي ۽ ڪلهوڙن جي حڪومت ختم ٿي ته ٽالپرن طرفان سنڌ جو پهريون حڪمران مير فتح علي خان ٽالپر هو هن جي عهد ۾ مير قانع هي تذڪرو 1202هه /1787ع ۾ تصنيف ڪيو ۽ پاڻ 1203هه/ 1788ع ۾ وفات ڪيائين. مؤلف مقدمي کان پوءِ تذڪري کي تيرهن بابن ۾ ورهايو آهي. هر باب ۾ مختلف بزرگ هستين جو ذڪر آهي، پهرئين باب ۾ 103، ٻئي باب ۾ 97، ٽئين باب ۾ 189، چوٿين باب ۾ 172، پنجين باب ۾ 86، ڇهين باب ۾ 223، ستين باب ۾ 105، اٺين باب ۾ 142، نائين باب ۾ 137، ڏهين باب ۾ 131، يارهين باب ۾ 122، ٻارهين باب ۾ 132 ۽ آخري باب ۾ 121 شخصيتن جو ذڪر موجود آهي. هن سڄي ڪتاب ۾ اوليائن، امامن، پيرن ۽ مشائخن کي ملائي ڪل 1760 هستين جو ذڪر آهي. ان کان علاوه مختلف بابن ۾ مؤلف ڪجهه خانوادن جو ذڪر پڻ ڪيو آهي. جن ۾ خانواده ڪرخيان، ادهميان، عياضيان، طيوريان، سهروردي، طرطوسي، هبيريان، مازندران، شوستر، اصفهان، قزوين ۽ چشتيان جو ذڪر به لاجواب آهي. هي مستند تذڪرو ڊاڪٽر سيد خضر نو شاهيءَ مرتب ڪيو آهي. جنهن کي مرڪز تحقيقات فارسي ايران و پاڪستان ۽ اداره معارف نوشاهيه گنجي 2001ع ۾ ڇپايو آهي. هن ڊبل ڪرائون سائيز واري ڪتاب جي قيمت 500 رپيا آهي ۽ 870 صفحن تي مشتمل آهي.

**تذڪره مقالات الشعرا**: فارسي ٻوليءَ ۾ لکيل هن تذڪري جو مولف سنڌ جو مايه ناز محقق، تاريخدان، تذڪره نگار ۽ شاعر ميرعلي شير قانع ٺٽوي آهي. مير علي شير 1203هه/1788ع ۾ وفات ڪئي هئي. هي ناياب تذڪرو مير قانع 1174هه/1760ع ۾ لکي مڪمل ڪيو. هن تذڪري ۾ ست سئو اوڻيهه (719) شاعرن، عالمن، فاضلن، بادشاهن ۽ عارفن جو احوال ۽ شاعريءَ جو نمونو موجود آهي. هي تذڪرو سنڌ جي اوائلي فارسي گو شاعرن تي مشتمل آهي. واضح هجي ته سنڌ جي ادبي تاريخ جي پهرين ڪڙي تذڪره لباب الالباب، ٻي ڪڙي تذڪره روضة السلاطين، ٽين ڪڙي تزڪره مقالات الشعرا ۽ چوٿين ڪڙي تذڪره تڪمله مقالات الشعرا آهي. مير قانع اگر هي تذڪرو تاليف نه ڪري ها ته سنڌ جي پنج سئو سالن جي ادبي تاريخ تاريڪيءَ ۾ رهجي وڃي ها. هي تذڪرو مير مراد علي خان ٽالپور 1246هه/1833ع ۾ نقل ڪري لکرائي محفوظ ڪيو. جيڪو انڊيا آفيس لائبريري ۾ موجود آهي. پير سيد حسام الدين راشدي وڏي محنت سان هن تذڪري کي ترتيب ڏئي مولف جي مڪمل احوال سان سنڌي ادبي بورڊ ڪراچيءَ مان 1957ع ۾ شايع ڪرايو. پير صاحب ترتيب ڏيڻ وقت حاشين ۾ پڻ سوين شاعرن، عالمن ۽ بادشاهن جو ذڪر قلمبند ڪيو آهي. هن تذڪري ۾ چوٽيهه ناياب تصويرن سان گڏوگڏ شخصيتن، ماڳن ۽ ڪتابن جون پڻ الڳ الڳ ڏسٽيون وڏي محنت سان تيار ڪيل آهن. ڊيمي سائيز جو هڪ هزار پنجاهه صفحن تي مشتمل هي تذڪرو 1957ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ ڪراچي شايع ڪيو.




**تذڪره مير يعقوب علي خان** (ڪتاب): روهڙي شهر جي "رضوي" سادات جو پاڙو، قديم زماني کان وٺي ڏاڍو مردم خيز رهيو آهي. هن خاندان مان وقت به وقت وڏا عالم، مؤرخ، شاعر، خوشنويس ۽ درويش پيدا ٿيندا رهيا آهن. روهڙي شهر جي ريلوي اسٽيشن جي پرسان، رضوي سادات جي هڪ شاخ "ڪوٽائي سادات" جو محلو "ڪوٽ مير يعقوب علي خان" جي نالي سان آباد آهي. هن اعليٰ ۽ ارفع خاندان مان "نواب سيد مير يعقوب علي خان رضوي" سن 1088هه/1677ع کان سن 1091هه/1680ع تائين، بکر ۾ مغلن جو گورنر ٿي رهيو مير صاحب، مغل بادشاهه اورنگزيب جي دور ۾ بکر جي گورنريءَ دوران "شاهه آباد" نالي هڪ قلعو تعمير ڪرايو هو هن وقت اهو قلعو زماني جي انقلابن ۽ وقت گذرندي ڍهي زمين دوز ٿي ويو آهي. البت ڪٿي ان جا ڪي آثار باقي نظر اچن ٿا.

نواب سيد مير يعقوب علي خان رضويءَ جي اولاد مان سيد يعقوب علي شاهه (چوٿون) عرف سيد علي مدد شاهه ولد سيد صادق علي شاهه (ٽيون) عرف سيد حيدر علي شاهه ٻارهين صدي هجريءَ جي آخر ۾ "تذڪره مير يعقوب علي خان" جي نالي سان فارسي زبان ۾ پنهنجي خاندان جو هڪ مختصر تذڪرو مرتب ڪيو. هُن انهيءَ تذڪري جو سن 1325هه/1907ع ۾ سنڌيءَ ۾ ترجمو به ڪيو. ڪيس عربي ۽ فارسي زبانن تي وڏو عبور حاصل هو. پنهنجي نالي سان گڏ اڪثر" بنده آل عبا" لکندو هو. پاڻ پنهنجي خانداني قبرستان "درگاهه نواب مير دولهه" ۾ ابدي آرامي آهي.

سيد يعقوب علي شاهه چوٿين جي ٻيءَ ڪنهن تصنيف ۽ تاليف جو اڃا تائين ڪو به پتو پئجي نه سگهيو آهي. صرف اهو ئي تذڪرو موجود آهي. هيءُ تذڪرو فارسي نثر ۾ لکيل آهي. فل اسڪيپ سائيز جي 25 صفحن تي پکڙيل آهي. جنهن جا اکر تمام ننڍا ۽ ڳُتيل آهن. هن نسخي جي مطالعي مان اهو پتو پوي ٿو ته هيءُ تذڪرو اڃا به وڏو هو. جو پوءِ زماني جي ستم ظريفيءَ جو شڪار ٿي اڻپوري حالت ۾ رهجي ويو. هن تذڪري ۾ "تذڪره نويسيءَ" جي اصولن کي آڏو نه رکيو ويو آهي. مؤلف جي لکڻ جو انداز نهايت عجيب ۽ منجهائيندڙ آهي. هر واقعي کي بيان ڪرڻ کان پوءِ ان کي وري وري دهرايو ويو آهي. نواب سيد مير يعقوب علي خان رضويءَ جو احوال قدري تفصيل سان ڏنو ويو آهي. ان کان پوءِ هن خاندان جي ٻين بزرگن جو احوال مختصر نموني ۾ بيان ڪيو ويو آهي. هن تذڪري ۾، ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي اقتدار ۾ اچڻ جي جدوجهد جو بيان به ملي ٿو. جيتوڻيڪ هيءُ تذڪرو نهايت مختصر آهي، پر باوجود ان جي تاريخي لحاظ کان، سنڌ جي مغل دور جي اهم ماخذن مان هڪ آهي.

هن تذڪري جو اصل قلمي نسخو، سيد جميل حسين"منتظري"، ساڪن روهڙيءَ جي ڪتبخاني ۾ موجود آهي.

**تذڪره نويسي فارسي در هند و پاڪستان:** تذڪره نويسيءَ تي فارسي ٻوليءَ ۾ هي تحقيقي ڪتاب ڊاڪٽر سيد علي رضا نقوي جو لکيل آهي. ڪتاب جي تقريظ ڊاڪٽر پرويز ناتل خانلري جي لکيل آهي. ڊاڪٽر علي رضا نقوي پيشگفتار کان پوءِ مقدمي ۾ تذڪري ۽ تذڪره نويسي تي تفصيلي بحث ڪيو آهي. ڊاڪٽر صاحب هن ڪتاب ۾ تفصيلي بحث انهن ڪتابن تي ڪيو آهي، جيڪي صرف پاڪ وهند ۾ لکيا ويا آهن. مصنف تذڪرن جي احوال کي چئن حصن ۾ ورهايو آهي. پهرين حصي ۾ مغلن کان اڳ جي تذڪري جو احوال، ٻئي ۾ مغلن جي دور ۾ لکيل تذڪرن جو احوال، ٽئين ۾ انگريزن جي دور ۾ لکيل تذڪرن جو احوال ۽ چوٿين ۾ انگريزن جي دور کان پوءِ جي لکيل تذڪرن جو تفصيلي احوال موجود آهي. هن تحقيقي ڪتاب ۾ سنڌين جي لکيل فارسي ٻوليءَ ۾ تذڪرن ۽ سنڌ ۾ لکيل فارسي تذڪرن تي پڻ تفصيلي بحث ڪيل آهي. پهرين حصي ۾ سديد الدين محمد عوفي جي تذڪري 'تذڪره لباب الالباب' (618هه/1221ع) جو تفصيلي احوال آهي. فارسي ٻوليءَ جو هي پهريون تذڪرو سنڌ ۾ لکيو ويو هو ٻئي حصي ۾ 73 تذڪرن: 1. روضة السلاطين- مولانا سلطان محمد فخري 935هه/ 528ع- 961هه/1553ع ، 2. جواهر العجائب- مولانا سلطان محمد فخري 963هه/ 1555ع، 3. نفايس المآثر —مير علاءُ الدوله ڪامي قزويني 973هه/ 1565ع- 979هه/ 1571ع، 4. مجمع الفضلا — محمد عارف بقائي 996هه/1587ع- 1000هه/1591ع، 5. بزم آراي - سيد علي بن محمد الحسيني 1000هه/1591ع، 6. هفت اقليم-امين احمد رازي 1002هه/1593ع، 7. خلاصة الاشعاروزبدة الافڪار- تقي الدين ذڪري ڪاشي 958هه/1551ع-1016هه/1607ع، 8. خلاصة الشعرا (بتخانه)- مولانا محمد صوفي مازندراني و عبداللطيف گجراتي1010هه/1601ع-1021هه/1612ع، 9. عرفات العاشقين -تقي الدين محمد تقي اوحدي 1022هه/1613ع-1024هه/1615ع، 10. تذڪره خرابات (مولف معلوم ناهي)1010هه/1601ع-1025هه/1616ع، 11. ميخانه (عشاق)- عبدالنبي خان فخر الزماني قزويني1028هه/ 1618ع، 12. تاريخ جهانگيري- مطربي سمر قندي 1034هه/1624ع- 1035هه/1625ع، 13. جمع الشراي جهانگيري- قاطعي 1014هه/1605ع-1037هه/1627ع، 14. مجمع الشعراي جهانگيري- محمد صادق 1042هه/1632ع، 15. خزينه گنج الهي- مير عماد الدين محمود الهي همداني 1062هه/ 1651ع-1052هه/1642ع 16. لطايف الخيال- شيخ مفيد محمد بن محمد عارف شيرازي دارابي 1078هه/1667ع، 17. ڪلمات الشعرا- ميان محمد افضل سرخوش 1093هه/1681ع، 18. مرآت الخيال- شير خان لوڌي 1102هه/1690ع، 19. هميشه بهار- ڪشن چند اخلاص 1136هه/1723ع، 20. سفينه بيخبر- مير عظمت 1141هه/1728ع، 21. مقالات الشعرا- قيام الدين حيرت 1144هه/1731ع، 22. سفينه خوشگوي- بندرا بن داس خوشگو 1137هه/1724ع-1147هه/1734ع، 23. يد بيضا- مير غلام علي آزاد بلگرامي 1145هه/1732ع- 1148هه/1735ع، 24. تذڪره ندرت- علي فطرت عطاءُ الله ندرت 1149هه/1736ع، 25. گلدسته- عبدالوهاب عالمگيري 1155هه/1742ع، 26. بهارستان سخن- مير عبدالرزاق صمصام الدوله 1160هه/1747ع، 27. رياض الشعرا- عليقلي خان واله داغستاني 1160هه/1747ع-1161هه/1748ع، 28. منتخب الاشعار —ميرزا ڪاظم ملقب به مدا نعلي خان مبتلا 1161هه/1748ع، 29. منتخب حاڪم- ملا عبدالحڪيم حاڪم لاهوري 1161هه/ 1748ع، 30. تذڪره حسين- مير حسين دوست حسيني سنڀلي 1163هه/1749ع، 31. مجمع النفايس- شيخ سراج الدين علي خان آرزو 1163هه/1749ع-1164هه/1750ع، 32. تذڪرة المعاصرين- شيخ محمد علي حسين 1165هه/1751ع، 33. سفينه علي حزين- شيخ علي محمد علي حزين (سن خبر ناهي)، 34. تحفة الشعرا- ميرزا افضل بيگ قاقشال اورنگ آبادي 1165هه/1751ع، 35. سروآزاد- مير غلام علي آزاد بلگرامي 1166هه/1752ع، 36. سفينة الشعرا (مولف معلوم ناهي) 1170هه/1756ع، 37. تذڪره بينظير- مير عبدالوهاب افتخار دولت آبادي1172هه/1758ع، 38. باغ معاني- نقش علي 1174هه/1760ع، 39.تذڪره شاعرات (مولف جو نالو خبر نه آهي) 1174هه/1760ع، 40. مقالات الشعرا- مير غلام علي شير قانع ٺٽوي 1169هه/1755ع- 1174هه/1760ع، 41. سفينه عشرت—درگاداس عشرت 1175هه/1761ع، 42. مر دم ديده- ملا عبدالحڪيم حاڪم لاهوري 1175هه/1761ع، 43. خزانه عامره- مير غلام علي آزاد بلگرامي 1176هه/1762ع، 44. تذڪره الشعرا (مولف معلوم ناهي) 1170هه/1756ع- 1180هه1766ع، 45. گل رعنا-لڇهمي نراين شفيق اورنگ آبادي 1181هه/1767ع- 1182هه1768ع، 46. شام غريبان- لڇهمي نر اين شفيق اورنگ آبادي 1182هه/1768ع، 47. تذڪره يوسف علي خان-يوسف



علي خان 1184ھ/1770ع. 48. مجموعہ عشق يا چهار چمن يا باغ گلهاي حسن- شيخ غلام محي الدين مبتلا و عشق قريشي 1187ھ/1773ع. 49. لب لباب- قمر الدين علي 1194ھ/1780ع. 50. انيس الاحباد- موهن لعل انيس 1197ھ/1782ع. 51. خلاصة الڪلام- علي ابراهيم خان خليل 1187ھ/ 1773ع-1198ھ/1783ع. 52. عقد ثريا- شيخ غلام علي همداني مصحفي امروهوي 1199ھ1784ع. 53. تڪملة الشعر اي جام جمشيد- مولوي محمد قدرت الله شوق 1199ھ/1784ع. 54. صحف ابراهيم- علي ابراهيم خان خليل 1205ھ/1790ع. 55. خلاصة الافڪار- ابو طالب خان اصفهاني 1207ھ/1792ع. 56. تذڪره نوبهار- محمد رفيع الدين نقشبندي 1216ھ/1801ع. 57. مخزن الغرايب- شيخ احمد علي هاشمي سنديلوي 1218ھ/1803ع. 58. سفينہ هندي- ڀڳوان داس بسمل وهندي 1219ھ/1804ع. 59. طبقات سخن- شيخ غلام محي الدين قريشي 1222ھ/1807ع. 60. تذڪره ڪاتب- ميرزا محمد علي ڪاتب صفوي1225ھ/1810ع. 61. رياض الوفاق- ذوالفقار علي مست 1229ھ/1813ع. 62. نشتر عشق- آقا حسين قلي خان عاشق عظيم آبادي 1224ھ/1809ع-1233ھ/1817ع. 63. انيس العاشقين ڪنور دتن سنگھ زخمي 1239ھ/1823ع-1245ھ/1829، 64. گلدستہ ڪرناٽڪ- غلام علي موسي رضا رايق 1248ھ/1832ع. 65. محڪ شعرا- محمد صالح شاملوي خراساني 1252ھ/1836ع. 66. معراج الخيال- وزير علي عبرتي عظيم آبادي 1257ھ/1841ع. 67. صبح وطن-نواب محمد غوث خان اعظم 1256ھ/1840ع- 1258ھ/1842ع. 68. نتايج الافڪار- محمد قدرت الله خان قدرت گوپاموي 1256ھ/ 1840ع-1257ھ/1841ع. 69. نغمہ عندليب- محمد رضا نمہ طباطبائي 1261ھ/1845ع. 70. حدايق الشعرا- ميرزا امير بيگ امير بنارس1211ھ/1796ع-1262ھ/1845ع. 71. خزينة الشعرا- سيد علي ڪبير المدعو محمد مير نجان الہ آباد 1260ھ/1844ع-1265ھ/1848ع. 72. اشارات بينش- سيد مرتضي بينش 1265ھ/1848ع. 73. گلزار اعظم- نواب محمد غوث خان اعظم 1269ھ/1852ع. ٽئين حصي ۾ 13 تذڪرن: 1. رياض الفردوس- مولوي محمد حسين خان 1274ھ/1854ع. 2. شمع محفل سخن- سيد عبداللطيف الطاف حسيني (سن خبر ناهي). 3. هفت آسمان- آقا احمد علي 1258ھ/1842ع. 4. شمع انجمن- نواب سيد صديق حسن خان نواب 1292ھ/1875ع. 5. نگارستان سخن- نواب سيد نور الحسن خان طيب و نور1292ھ/1875ع-1293ھ/1876ع. 6. صبح گلشن- نواب سيد محمد علي حسن علي خان سليم 1294ھ/1877ع-1295ھ/1878ع. 7. روز روشن- محمد مظفر حسين صباگو يا موي1295ھ/1878ع- 1296ھ/1879ع. 8. اختر تابان- ابوالقاسم محتشم 1299ھ/1881ع. 9. تذڪرة الخواتين- ميرزا محمد رفيع 1306ھ/1888ع. 10. تڪملہ مقالات الشعرا- محمد ابراهيم مسڪين و خليل 1306ھ/1888ع. 11. حديقہ عشرت- ڪنور درگا پرشاد مهر سنديلوي 1311ھ/1893ع. 12. تذڪره الشعرا-يحمد عبدالغني موفرخ آبادي 1328ھ/1910ع. 13. سخنوران چشم ديده- مولوي ترڪ عليشاه ترڪي قلندر نور محلي1332ھ/1913ع ۽ چوٿين حصي ۾ 1. سخنوران ايران درعصر حاضر- الحاج ڊاڪٽر محمد اسحاق 1351ھ/1932ع-1355ھ/1936ع. 2. شعر اي عصر پهلوي- دنشاجي پائي ايراني 1352ھ/1933ع. 3. ايران صغير يا تذڪره شعر اي پارسي زبان ڪشمير- ڊاڪٽر خواجہ عبدالحميد عرفاني 1375ھ/1955ع. 4. تذڪره شعر اي فارسي زبان پشاور- ڊاڪٽر نذير حسن ميرزا برلاس 1377ھ/1954ع جهڙن ناياب تذڪرن جو تفصيلي احوال موجود آهي. ڊاڪٽر علي رضا نقوي تذڪرن جي ذڪر سان گڏوگڏ ان جي مصنف جو پڻ احوال ڏنو آهي. آخر ۾ ٻين رهيل تذڪرن جو احوال پڻ نون ضميمن ۾ ڏنل آهي. ڊبل ڪرائون سائيز جو 879ع صفحن تي مشتمل هي ڪتاب موسسہ مطبوعاتي علمي تهران (ايران) مان 1964ع ۾ ڇپجي چڪو آهي.

**تذڪره هفت اقليم**: تذڪره هفت اقليم جو مولف امين احمد رازي، ري شهر ۾ پيدا ٿيو هن جو پيءُ خواجہ مرزا احمد ايران جي بادشاهہ طهما سپ جو مصاحب هو ۽ گهڻي وقت کان ري شهر ۾ آباد هو ۽ امين رازي جو چاچو خواجہ محمد شريف رازي (984ھ/1576ع) خراسان، يزد ۽ اصفهان جي حاڪمن جو ترتيبوار وزير رهيو. خواجہ محمد شريف جو پٽ اعتماد الدولہ غياث بيگ، اڪبر بادشاهہ جي دور ۾ وڏي عهدي تي فائز هو ۽ جهانگير بادشاهہ جو وزير ۽ سهرو پڻ هو جهانگير جي زال نورجهان بيگم غياث بيگ جي ڌيءُ ۽ امين رازي جي پائيٽي هئي. امين رازي ۽ غياث بيگ پاڻ ۾ سڳا سئوٽ هئا. تذڪره هفت اقليم لکڻ وقت امين رازي هندستان ۾ رهائش پذير هو هي تذڪرو 1002ھ/1593ع ۾ مڪمل ٿيو. پر پروفيسر برائون هن جو سن 1028ھ/ 1618ع ڄاڻايو آهي، جيڪو غلط آهي.

امين احمد رازي هن تذڪري کي ستن حصن ۾ ورهائي ڪتاب جو نالو "هفت اقليم " رکيو ۽ ستن ئي حصن ۾ مختلف ملڪن ۽ شهرن جي عظيم عالمن، شاعرن، فاضلن ۽ حڪمرانن جو احوال ۽ شاعري جو نمونو ڏنو آهي. جن ۾ سنڌ کان سواءِ سنڌ جي ڪافي عالمن ۽ شاعرن جو احوال موجود آهي. هن تذڪري جا قلمي نسخا سڄي دنيا جي وڏين لائبريرين ۾ موجود آهن ۽ سنڌ ۾ ٽالپر حاڪمن جي ڪتب خاني ۾ پڻ هن تذڪري جو قلمي نسخو موجود آهي. هن تذڪري ۾ هڪ هزار پنج سئو سٺ شاعرن جو ذڪر موجود آهي. پر انڊيا آفيس لائبريري واري قلمي نسخي ۾ هڪ هزار پنج سئو ويهہ شاعرن جو ذڪر موجود آهي. هي ناياب تذڪرو ٽن جلدن ۾ (پهريون 1918ع، ٻيو 1927ع ۽ ٽيون 1939ع) ڪلڪتي مان شايع ٿيو ۽ هاڻي ويجهڙائي ۾ ايران مان پڻ ٽن جلدن ۾ شايع ٿيو آهي.

**تذڪره يدِبيضا**: سنڌ ۾ مغل شاهي بعد هڪ مقامي قبيلي ’ڪلهوڙن‘ جو راڄ (1700-1782ع) شروع ٿيو هي دور علمي ۽ ادبي خيال کان سنڌ جي اتهاس ۾ مثالي ٿي گذريو آهي. ابتدائي ڪلهوڙا حاڪم جيتوڻيڪ اندروني طور خود مختيار هئا، ليڪن خارجي سطح تي هنن کي ڪڏهن بہ اطمينان ۽ سک حاصل نہ ٿيو خودمختيار هوندي بہ ڪجهہ معاملن ۾ ڪين دهلي دربار جي تابعداري ڪرڻي پوندي هئي. ميان نور محمد (وفات 1167ھ/1753ع) جي زماني تائين، هتي جي معاملن لاءِ رپورٽنگ واسطي، شاهي گماشتن ۽ وقائع نويسين جي آمد جو سلسلو جاري رهندو. اهڙن وقائع نويسن مان بلگرامي ساداتن کي هتي جي تاريخ ۾ مکيہ جڳهہ مليل آهي.

ابتدا ۾ بکر ۽ سيوهڻ تي، مير عبدالجليل بلگرامي وقائع نويس مقرر ٿيو بعد ۾ سندس فرزند سيد محمد کي مقرر ڪيو ويو. جيڪو 1155ھ/1742ع تائين سنڌ ۾ ڪم ڪندو رهيو ڪجهہ عرصي لاءِ سندس ڀاران مير صاحب جي ڀائيجي، مير غلام علي آزاد (1143ھ/1730ع-1147ھ/1734ع) نيابت ڪئي. آزاد جو مرڪز سيوهڻ هو. تاهم سندس اچڻ وڃڻ "خدا آباد" ۾ پڻ جاري رهيو.

مير غلام علي آزاد (1116ھ/1704ع-1200ھ/1785ع)، هندستان جو هڪ ناميارو عالم ۽ شاعر توڙي تذڪره نويس ٿي گذريو آهي. مير صاحب سنڌ کان واپس ٿيڻ تي حج بيت الله جي زيارت لاءِ روانو ٿيو. سندس اڪثر

وقت دکن ۾ گذريو. سندس وفات پڻ اتي ئي ٿي. هن عربي ۽ فارسي ۾ شعر توڙي نثر جا ڪل ويهہ ڪتاب ڇڏيا آهن. جن ۾ "سرو آزاد"، "خزانہ عامره" ۽ "ماثرالڪرام" ڪي خاص اهميت حاصل آهي.

مٿين ڪتابن کان علاوه مير صاحب سيوهڻ ۾ رهندي سن 1140هه/1730ع ۾ هڪ تذڪرو "يدبيضا" تيار ڪيو. پاڻ هن تذڪري جي تاليف جو پس منظر هن ريت ڄاڻايو اٿس: "هنن اکرن جو لکندڙ سيد غلام علي بن سيد نوح حسين بلگرامي، اڪثر سوچيندو هو تہ قديم ۽ موجود شاعرن جو ڪو تذڪرو تيار ڪجي. اتفاق سان سن 1143ع ۾ سنڌ جي شهر سيوهڻ پهتس. فرصت ۾ هي پراڻو خيال وري جاڳيو. ليڪن ڪتابن جي اثاث (جيڪي اڪثر بلگرام ۾ آهن) سبب هن خيال کي تقويت نہ پئي ملي. بهرحال همت ڪيم ۽ 1145هه/1732ع ۾ ڪم شروع ڪري سال ۾ پورو ڪيم".

آزاد جي هن تذڪري ۾ 532 جديد توڙي قديم شاعرن جو احوال آيل آهي، جن مان چند معروف شاعرن: انوري، خاقاني ۽ سنائي غزنوي جو ذڪر ڪجهہ تفصيل سان ٿيو آهي. ڊاڪٽر علي رضا نقويءَ جو رايو آهي تہ هن تذڪري ۾ اڪثر ڪري پوين ۽ غير معروف شاعرن جو منصل احوال ملي ٿو. جيتوڻيڪ آزاد جا ٻيا تذڪرا شايع ٿي چڪا آهن. ليڪن "يدبيضا" پنهنجي سنڌي نسبت جي ڪري اڃا تائين شايع نہ ٿيو آهي. هند ۽ سنڌ توڙي يورپ ۾ ان جا ڪجهہ نسخا موجود آهن ۽ ڪراچي يونيورسٽيءَ جي مکيہ ڪتبخاني ۾ "يد بيضا" جو مائڪرو فلم پڻ موجود آهي.

**تَرُ**: مضبوط سڳويا ڏاس جي وٽيل سنهي نوڙي، جيڪا اُٺ جي نڪ جي هڏڪي ۾ سوراخ ڪري ٻڌندا آهن. تہ جيئن اُٺ مستي نہ ڪري ۽ سوار جي قبضي ۾ رهي. تَرخاص ڪري، ڏنگي اُٺ کي هڻندا آهن.

**تَر/ سنهَور**: ڪيتيءَ جي اصطلاح ۾، هرڏنل ۽ ڪيرڻيل زمين جا ڪڙا يا ڀتر پيڻ لاءِ ڏيڍ ٻن مٽن جو تختو يا ٻَنڊ، پاسن کان ڪڙا ۽ زنجير ٻڌي، ڪڙن واريءَ زمين تي گهمائڻ سان، زمين سنئين بہ ٿيندي آهي ۽ ڀتر وغيره بہ ڀُري ويندا آهن. اهڙي عمل کي 'تر ڏيڻ' چوندا آهن. تر کي سنهور بہ چيو ويندو آهي.

**تِر** (Sesame): تِر خريف جي موسم جو هڪ تيلي ٻج آهي، جنهن کي هنديءَ ۾ تل بہ چون ٿا. ترن جا ٻہ قسم ٿين ٿا، اڇو ۽ ڪارو ٻج. جيڪي بيضوي شڪل جا سنها ٻج آهن. سنڌ ۾ قديم زماني کان ترن جي پوک ٿئي ٿي. هن خطي مان ترن جو تيل ڪجهہ يورپي ملڪن ڏانهن واپار سانگي موڪليو ويندو هو. ترن جو ٻج موهن جي دڙي ۽ هڙاپا جي آثارن مان پڻ مليو آهي، جنهن جو تعلق ٻہ هزار سال اڳ ق.م جي دؤر سان آهي، جنهن مان هن فصل جي پراڻي وقت کان پوکي ٿيڻ جي شاهدي ملي ٿي. جڏهن تہ مصر جي قديم آثارن مان مليل ٻج 1300 ق.م جو آهي. هي اهوئي دؤر آهي، جڏهن بني اسرائيل کي مصر مان ڪڍيو ويو. ترن جي ٻج ۽ تيل جو ذڪر هندستان جي ويدن واري دؤر جي تحريرن يا لکتن ۾ بہ موجود آهي. ان زماني ۾ ان کي مذهبي ڏڻ ملهائڻ لاءِ استعمال ڪيو ويندو هو. ترن جو اصلوڪو وطن آفريڪا آهي. هي فصل اولهہ ايشيا کان هندوستان، چين ۽ جپان ڏانهن پکڙيو. ترن جو فصل پاڪستان، هندوستان، برما، چين، جپان ۽ آفريڪا جي گرم ۽ خشڪ علائقن ۾ خريف جي فصل طور تمام پراڻي وقت کان پوکيو وڃي ٿو. جڏهن تہ آمريڪا، ميڪسيڪو، لاطيني آمريڪا ۽ ڪوريا ۾ بہ تر پوکيا وڃن ٿا. تر خريف جو اهم تيلي ٻج وارو فصل آهي، جيڪو اڪثر ڪري گرم آبهوا ۽ وچولي قسم واري زمين ۾ پوکيو وڃي ٿو. سنڌ ۾ پاڻيءَ جي کوٽ ۽ مينهن جي گهٽ مقدار ۾ پوڻ سبب ان ڳالهہ جي ضرورت آهي تہ اهڙا فصل پوکيا وڃن، جن کي پاڻيءَ واري گهرج گهٽ هجي ۽ اهي نفعي بخش پڻ هجن. اهوئي سبب آهي جو هن وقت گهٽ پاڻيءَ وارن فصلن ۾ ترن جي اهميت تمام گهڻي وڌي وئي آهي. تنهنڪري پاڻيءَ وارن علائقن ۽ باراني ايراضيءَ ۾ ترن جي پوک نهايت ڪارائتي ٿيندي. هي فصل ٿوري وقت اندر پچي ٿو ۽ گهٽ ۾ گهٽ پاڻي تي ٿئي ٿو. ترن جو فصل 80 سيڪڙو کان بہ وڌيڪ باراني علائقن ۾ پوکيو وڃي ٿو ۽ ڪجهہ ضلعن ۾ آبپاشيءَ وارين ايراضين ۾ آبپاشي تي پوکيو وڃي ٿو. علائقي جي لحاظ کان ترن جو فصل دادو، سکر، نوابشاهہ ۽ حيدرآباد ضلعن جي آبپاشيءَ واري ايراضين ۾ پوکيو وڃي ٿو. جڏهن تہ ضلعي ٿرپارڪر (عمرڪوٽ سميت) ۾ 80 سيڪڙو باراني فصل طور پوکيو وڃي ٿو. هن فصل کي جوئر، ٻاجهري، مڱ، گوار ۽ ڪپهہ سان گڏ بہ پوکي سگهجي ٿو. ترن کي ڪچي جي علائقن ۾ گڏيل فصل طور بہ پوکي سگهجي ٿو. ڪچي جي علائقن جهڙوڪ: دادو، سکر، گهوٽڪي، نوابشاهہ (بينظيرآباد) ۽ حيدرآباد ضلعن ۾ تمام گهڻي ايراضيءَ تي پوکيو وڃي ٿو. ان کان سواءِ هي فصل سنڌ جي خشڪ علائقن



ڪارا ۽ اڇا تر

جهڙوڪ: ٿر ناري، ڪڇي، ڪاڇي ۽ ڪوهستان اندر برسات تي عام پوکيو وڃي ٿو. پاڻيءَ جي کوٽ جي ڪري ترن جي اهميت وڌي رهي آهي، ڇاڪاڻ تہ ترن کي پاڻيءَ جي گهڻ ضرورت ٿئي ٿي. في ايڪڙ پيداوار تي خرچ گهٽ ۽ نفعو وڌيڪ ڪمايو وڃي ٿو.

**ترن جي اهميت ۽ فائدا:** ترن جو ٻج ڪاڇرو تيل جو اهم ذريعو آهي، جنهن ۾ 46 کان 50 سيڪڙو تيل ٿئي ٿو. ترن جو تيل نندي ڪنڊ ۾ ڪاڌي جي تيل (Cooking Oil) طور ڪتب اچي ٿو. هي تيل انساني صحت لاءِ انتهائي اعليٰ معيار جو آهي، جيڪو سڀ کان وڌيڪ ڪاڌن تيار ڪرڻ لاءِ ڪم اچي ٿو. ترن جي تيل ۾ جيئن تہ 50 سيڪڙو تيل جو مقدار ۽ 20 سيڪڙو پروٽين آهي، جنهن جي ڪاڻ سان دل جي بيمارين ۽ هاءِ بلڊپريشر وارن موذي مرضن کان بچي سگهجي ٿو. ترن جي تيل ۾ اولڪ ائسڊ (Oleic Acid) ۽ لنولينڪ ائسڊ (Linolenic Acid) هجڻ سبب گهڻو وقت رکڻ سان خراب نہ ٿو ٿئي. دنيا اندر خاص ڪري مغربي ملڪن ۾ چلڪا لٽل ترن جو ٻج مانيءَ يا ڪيڪ مٿان ڇٽڪاري، ان کي سڌو يا گول ويڙهي ڪاڌي لاءِ استعمال ڪيو وڃي ٿو. ترن جا ٻج ٽڙڪايل يا سيڪيل، ڪنڊ سان ملائي ٻوڙيندن يا مٺائيءَ جي صورت ۾ ڪاڌا وڃن ٿا. ترن جي ٻج مان جدا جدا شيون ٺاهڻ يا ڪاڌن ۾ شامل ڪيو وڃي ٿو. عام ڪري ترن جي ٻج مان پڻ ريوڙيون، لائي ۽ ترن جا ٻوڙيندا ٺهن ٿا. ترن جو کڙ (Oil Cake) ڏاڍو مزيدار ٿئي ٿو ۽ هڪ بهترين غذا هجڻ سبب جانور بہ مزي سان کائين ٿا.

ترن جو ڪڙ حياتين، نشاستي ۽ معدني خوراڪ جهڙوڪ: ڪيلشيم ۽ فاسفورس ۾ خود ڪفيل آهي. جڏهن ته ترن جو ڪڙ ڪاچرو آهي ۽ عام ماڻهو ان کي متبادل خوراڪ طور کائين ٿا. هي کير وارن جانورن لاءِ پڻ قيمتي ۽ خوراڪي چارو آهي. ترن جو تيل عام طور دوائن، عطر ۽ خوشبودار تيل ۽ دوائن جي تياريءَ ۾ ڪم اچي ٿو. ان کان سواءِ هن ٻوٽي جا مختلف حصا پڻ دوا ناهڻ ۾ ڪم اچن ٿا. ترن جي ٻن قسمن يعني اڇي ۽ ڪاري جنسن جو تيل گهاڻي ۾ پيڙي ڪڍيو ويجي ٿو. جنهن مان ڪارن ترن جو تيل کاڌي پچائڻ ۽ دوائن لاءِ ڪم اچي ٿو ۽ سفيد يا اڇن ترن جو تيل وارن جي تيل تيار ڪرڻ لاءِ ڪتب آندو ويجي ٿو. جيڪو وارن جي خشڪي گهٽائي ٿو. ايشيا ۾ هن جي تيل کي ٻارڻ يا روشنيءَ لاءِ استعمال هيٺ آڻجي ٿو يا ڪارخانن ۾ رنگ ۽ روغن تيار ڪيو ويجي ٿو. طبيبن جي راءِ موجب تر بدن کي ٿلهو ڪن ٿا ۽ معدي ۽ وات جي خشڪي ختم ڪري، پيشاب جي گهٽائيءَ کي روڪين ٿا. ترن جو تيل دوائن ۾ ڪم اچي ٿو ۽ ترن جو مزاج گرم آهي، جنهنڪري حڪيم ترن کي سيني ۽ ڦڦڙن جي رطوبت ۽ جگر جي بيمارين جي علاج لاءِ مختلف طريقن سان استعمال ڪن ٿا. ترن جو تيل دماغ جي خشڪي لاهڻ، ٻڦي، خارش، پت، ڦٽ ڦرڙين کي فائدو ڏئي ٿو. ترن جا گل به طبي طور مفيد آهن. ترن جو ٻج بدن کي سگهارو بڻائي ٿو ۽ سوڄ لاهي ٿو. تر حيض جاري ڪن ٿا.

**ٻوٽي جي نباتاتي معلومات:** تر جو ٻوٽو اپو ۽ ساليانو ٿئي ٿو. هي ٻوٽو سادو ۽ شاخدار ٿئي ٿو. هن جا پن هيٺيان آمهون سامهون ۽ مٿيان الڳ الڳ آهن. ترن جا گل ٻي ترتيب يا هڪ طرفي شڪل وارا ۽ وقتي طور ٻه يا ٽي گڏ ٿين ٿا. جيڪي ننڍي ڏانڊي ۽ پن جي ڪنڊ مان نڪرن ۽ شاخن جي مٿين حصي کان نڪرن ٿا. ترن جي ڦل کي ڦري (Capsule) چئجي ٿو. جيڪا اپي ۽ مستطيل شڪل جي ٿئي ٿي. ترن جي ڦري ۾ گهڻا بيضوي ٻج ٿين ٿا. انهن جي ٻاهران کل هموار يا ڇاريدار ٿئي ٿي. جيڪا سفيد، پيلي ۽ ڳاڙهاڻ مائل خاڪي يا ڪاري رنگ جي ٿئي ٿي. تر جا ٻج ننڍا اڇي يا ڪاري رنگ جا ٽڪنڊي شڪل ۾ ٿين ٿا. ترن جو ٻج، البيوميني ۽ تيلي يا روغني (Oleaginous) قسم جو آهي. ڇاڪاڻ ته تر هڪ قديمي تيل پيدا ڪندڙ فصل آهي، جنهن جو ابتدائي مرڪز آفريڪا آهي. جتي ترن جي فصل جا الڳ جهنگلي قسم موجود آهن. پاڪستان هن فصل جو ٻئي درجي وارو مرڪز آهي ۽ ان بعد جپان به ترن جي ٻئي درجي واري مرڪز ۾ اچي ٿو.



ترن جو ٻوٽو

**ترن جي پوک لاءِ حڪمت عملي:** ترن جي پوکيءَ ۾ حڪمت عملي جي استعمال سان پيداوار ۾ اضافو آڻي سگهجي ٿو جنهن ۾ زمين جي چونڊ، تياري، جنسن، نج ٻج، پوکيءَ جو وقت ۽ طريقي، ڀاڻ، پاڻي، بيمارين ۽ جيتن جو تحفظ، لاباري، ڳاهه ۽ صفائيءَ کان وٺي مارڪيٽ يا منڊيءَ تائين پهچائڻ وارا مرحلا اچي وڃن ٿا.

**زمين:** ترن جي پوک لاءِ هلڪي وارياسي يا لٽاسي زمين ضروري آهي. جڏهن ته چيڪي ۽ ڳري زمين يا ڪلراٺي زمينن ۾ ترن جو فصل نه پوکڻ گهرجي. ترن جي پوک لاءِ چونڊ ڪيل زمين ۾ واڌو پاڻيءَ جي نيڪال جي سلي صلاحيت موجود هئڻ گهرجي.

**زمين جي تياري:** ترن جي پوک لاءِ زمين جي تياريءَ تي خاص ڌيان ڏيڻ گهرجي. جنهن ۾ سڪيءَ جا ٻه هر ڏئي پتر پچي زمين کي بهتر نموني سنوت ۾ آڻجي ۽ ٻارا بندي مڪمل ڪري ريج ڪجي. جڏهن زمين وٽ ۾ اچي ته پوءِ ٻه ٽي هر ڏئي پائيو وغيره گهمائي گهربل ماپ جا ٻارا تيار ڪري پوکي ڪجي. باراني علائقن ۾ سانوڻيءَ جي مينهن کان پوءِ زمين تيار ڪري هڪدم پوکي ڪجي.

**جنسون:** هن فصل جي پوک لاءِ سڌريل جنس ايس 17 استعمال ڪجي. جڏهن ته ايس 18 ۽ ايس 20 جنسون به سفارش ٿيل آهن. جيڪي زرعي تحقيقاتي اداري ٽنڊو ڄام جي تيلي ٻجن واري شعبي طرفان تيار ڪيون ويون آهن.

**پوکيءَ جو وقت ۽ طريقو:** زرعي ماهرن موجب ترن جي پوک ڏکڻ سنڌ ۾ پهرين جون کان 30 جون تائين ڪجي. جڏهن ته اتر سنڌ ۾ ترن جي پوک 15 جون کان 15 جولاءِ تائين مڪمل ڪجي. باراني علائقن ۾ ترن جي پوک سانوڻيءَ جي مينهن کان بعد جلدي ڪجي، پر هن فصل جي پوکي آگسٽ تائين ڪري سگهجي ٿي. فصل مان وڌيڪ پيداوار لاءِ پوکي هميشه ناڙيءَ ذريعي قطارن ۾ ڪرڻ گهرجي. هن فصل ۾ هڪ قطار کان ٻي قطار جي وچ ۾ مفاصلو هڪ کان ڏيڍ فوٽ رکڻ گهرجي. هن فصل جو ٻج ننڍو ٿئي ٿو تنهنڪري ٻج سان واري، مٽي يا ڇار ملائي پوکي ڪجي.

**ٻج جو مقدار:** زرعي ماهرن جي راءِ موجب ٻج هميشه نج يا صاف سٿرو استعمال ڪجي. ناڙيءَ وسيلي پوکيءَ لاءِ في ايڪڙ ٻج جو مقدار هڪ کان ڏيڍ ڪلوگرام ۽ ڇٽ ذريعي ٻج ڏيڍ کان ٻه ڪلوگرام استعمال ڪجي.

**ڇڊائي ۽ گُڏ:** ترن جي پوک ۾ تجربن ذريعي ثابت ٿيو آهي ته گهاٽي فصل مان پيداوار گهٽ لهي ٿي. تنهنڪري فصل ۾ ڇڊائي ضروري آهي. فصل ۾ پهريون پاڻي ڏيڻ کان اڳ ۾ يعني پوکيءَ جي 15 کان 20 ڏينهن بعد ڇڊائي ڪجي. ڇڊائيءَ سان ٻوٽن کي روشني ۽ هوا بهتر نموني ملي ٿي ۽ ٻوٽا سني واڌ ويجهه سبب وڌيڪ پيداوار ڏين ٿا. ڇڊائيءَ وقت ڪمزور ۽ سڙيل ٻوٽا ڪڍڻ گهرجن. ٻوٽي کان ٻوٽي جو مفاصلو 12 انچ يا 30 سينٽي ميٽر رکجي. ٻوٽن جي وچ ۾ مفاصلو گهٽ وڌ نه هئڻ گهرجي. گندگاهه جي ٻوٽن جو گُڏ ذريعي خاتمو ڪري پاڻي ڏيڻ گهرجي. گڏ جو عمل پهريون پاڻي ڏيڻ بعد ڪرڻ گهرجي.

**ڀاڻ ڏيڻ:** تجربن مان ثابت ٿيو آهي ته ترن جي فصل کي زرخيز يا پلي زمين ۾ پوکيءَ وقت ڀاڻ ڏيڻ جي ضرورت نه آهي، پر وچولي ۽ ڪمزور زمين ۾ هڪ ٻوري ڊي اي پي پوکيءَ وقت ۽ مني ٻوري يوريا پهرين پاڻيءَ وقت ڏيڻ گهرجي. جڏهن ته باراني زمين ۾ ڀاڻ جو سمورو مقدار پوکيءَ وقت ڏجي. جنهن ۾ هڪ ٻوري ڊي اي پي ۽ اڌ ٻوري يوريا پوکيءَ وقت ڏيڻ گهرجي. هن فصل ۾ حد کان وڌيڪ ڀاڻ نه ڏجي، ڇوته اهڙي صورت ۾ فصل ڍَلَ سبب ڪري پوندو ۽ پيداوار گهٽ لهندي.

**پاڻي ڏيڻ:** ترن جي فصل کي پوکيءَ کان پڇي راس ٿيڻ تائين 3 کان 4 هلڪا پاڻي ڏيڻ گهرجن، پاڻي 12 ايڪڙ انچ ڏيڻ گهرجي. جيڪڏهن فصل جي پاڙن ۾ پاڻي بيٺل نظر اچي ته ان جي نيڪال جو پورو بندوبست هئڻ گهرجي.

**گندگاهه ڪڍڻ:** ترن جي فصل ۾ گندگاهه جو خاتمو فصل جي پوکيءَ جي 15 ڏينهن کان وٺي 45 ڏينهن تائين آڏڻ گهرجي. فصل کي پهريون پاڻي ڏيڻ بعد گندگاهه جي خاتمي لاءِ ڪرپي، ڪيڙو ۽ ڪوڏر ڪم آڻجي يا گندگاهه کي هٿ سان ڪڍڻ گهرجي.

**لابارو:** ترن جو فصل 110 کان 120 ڏينهن اندر پچي تيار ٿئي ٿو. فصل جو لابارو ان وقت ڪجي، جنهن وقت ڦرين هيٺيون ٿيڻ لڳن. جڏهن پنن جو چاڻو ٿيڻ لڳي ته جلدي لابارو شروع ڪجي، لاباري ۾ دير نه ڪجي نه ته ڦرين سڪڻ سبب انهن جا منهن کلي ويندا ۽ ٻج ڇڻڻ شروع ڪندو ۽ پيداوار گهٽجي ويندي، جنهنڪري ڦرين سڪڻ کان پهرئين لابارو ڪرڻ گهرجي. اڪثر حالتن ۾ فصل جو لابارو سيپٽمبر جي آخر يا آڪٽوبر جي پهرين هفتي ۾ ڪيو ويجي ٿو.

**ڳاهه ۽ واڻ:** لابارو ٿيل ٻوٽن جون ننڍيون ننڍيون ڳنڍڙيون ۽ ڳڏا ٺاهي ٻڌجن. ٻوٽن جو ڦرين وارو حصو مٿان ڪجي ته جيئن اس لڳي. ڳڏا اپار ڪري رکڻ گهرجن ته اس لڳڻ سبب ڦريون کلي نه وڃن. جڏهن ٻوٽا مڪمل طور سڪي وڃن ته انهن کي صاف جاءِ تي رکي هلڪا ڌڪ هڻجن ته جيئن ٻج آسانيءَ سان نڪري وڃن. بعد ۾ ٻج صاف ڪري ۽ سڪائي ٻورين ۾ رکجي.

**پيداوار:** ترن جي فصل جي نهري علائقن ۾ پيداوار 10 کان 12 مڻ في ايڪڙ لهي ٿي. جڏهن ته باراني پوک جي پيداوار 4 کان 6 مڻ في ايڪڙ ملي ٿي، پر جيڪڏهن موسمي حالتون صحيح آهن ته سٺي نموني پوکيل فصل مان 18 کان 20 مڻ في ايڪڙ پيداوار وٺي سگهجي ٿي. هي نهايت ڪمائتو فصل آهي.

**تِرُ:** چهري يا جسم جي ڪنهن هنڌ تي ڪاري نشان يا داغ کي به 'تر' چوندا آهن. ڪي ان کي ڪارو تر سڏيندا آهن.

ڪارو تر، پوري چهري، ڪاڏيءَ يا ڳچيءَ تي هجڻ سان خوبصورت ۽ سهڻو لڳندو آهي. ان ڪري شاعرن پنهنجي شاعريءَ ۾ محبوب جي ڳل جي تر کي تمام گهڻو ڳايو ۽ ساراهيو آهي. جيئن ڪافين جي بادشاهه مصري شاهه چيو آهي:

عمر ساريءَ جي عبادت، ترهڪي تاراج ڪئي،
ويو هٺي، هندو ڪٺي، ڪعبي اندر ڪافر ڏٺم.

حافظ شيرازيءَ پڻ فارسي شعر ۾ محبوب جي تر تان سمرقند ۽ بخارا جهڙا شهنشاهيون گهوري ڇڏيون هيون.

**تُرُ:** آڏاٽي جي هڪ ڪاٺي، جنهن تي اُڻيل ڪپڙو ويڙهجي. هيءَ ڪاٺي چورس ٿيندي آهي، جيڪا ڪَڏيءَ جي اڳيان، گوڏن کان ٿورو مٿي لڳل هوندي آهي. هن ڪاٺيءَ تي اُڻيل ڪپڙو ويڙهيو ويندو آهي. هيءَ ڪاٺي اٽڪل ڇهه فوٽ ڪن ڊگهي ۽ ٽي انچ هم چورس ٿيندي آهي.

**تُرابُ-2:** عربيءَ ۾ "تراب" مٽيءَ کي چوندا آهن.

حضرت علي ڪرم الله وَجههِ جي ڪنيتِ 'اَبُو تُراب' آهي ۽ جنهن جو مطلب آهي 'مٽيءَ جو پيءُ'.

شاهه لطيف پڻ پنهنجي شاعريءَ ۾ "تراب" جي اهميت هن ريت بيان ڪئي آهي:

'سو نه ڪهين شيءِ ۾، جيڪي منجهه تراب'

**تُرابُ:** ضلعي ميرپورخاص جي تعلقي ڊگهڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو عام ماڻهوءَ جو نالو به "تراب" رکندا آهن.

**تراب، صوفي ولي محمد:** صوفي ولي محمد "تراب" 1936ع ۾ صوفي مبارڪ علي شاهه جي گهر ۾ ڳوٺ تجل شريف تعلقي ناري ۾ ڄائو. پاڻ مسلڪ جي حوالي سان شهيد شاهه عنايت صوفي جي فرزند سلام الله صوفي قادري 'ترڏني' سان واسطي ۾ رهيو آهي. سنڌي فائنل تائين تعليم حاصل ڪيائين. هن عام تعليم محمد ونهيل شر تجل شريف هدايت علي جلالاڻي (ڳوٺ نصير فقير جلالاڻي)، شاهه مغل (ڳوٺ نور بوزدار) ۽ رحيم بخش بوزدار (ڳوٺ باقر بوزدار) کان حاصل ڪئي، جڏهن ته ديني تعليم آخوند خالق ڏني ۽ آخوند سائين ڏني ڪورڪاڻي تجل شريف کان ورتائين. هن ضلعي خيرپور جي واريا سي ۽ ريگستاني علائقي، ناري ۾ پنهنجي شاعري وسيلي ماڻهن ۾ محبت جو پيغام عام ڪيو. هن جي شاعريءَ ۾ حمد، نعت، منقبت، گيت، غزل، بيت، وايون ۽ ڪافيون شامل آهن. وٽس مذهبي، صوفياڻو ناصحاڻو ۽ عاشقاڻو رنگ موجود آهي. هن جو ذهني لاڙو تشريحيت ڏانهن هو. ان ڪري سندس شاعريءَ جو گهڻو حصو حضرت علي ڪرم الله وجهه، پنجتن پاڪ ۽ آل علي جي حب ۽ اڪير سان سرشار نظر اچي ٿو.

ولي محمد تراب جهوڪ جي دڳ جو پانڌيڙو ۽ صوفي تحريڪ جو پوئلڳ هو. هن پنهنجي ڪلام ۾ شاهه عنايت جهوڪ واري کي خراج تحسين پيش ڪيو آهي. ان کانسواءِ هن قلندر شهباز، موج علي شاهه ۽ ٻين بزرگن جي شان ۾ به لکيو. صوفي تراب ڪافيءَ جو سٺو شاعر هو. ان کانسواءِ هن غزل ۽ شاعريءَ جون ٻيون صنفون به لکيون. سندس ڪلام ۾ سنڌي، سرائيڪي، اردو ۽ فارسي زبان جو امتزاج ملي ٿو. سندس شاعريءَ جو ڪتاب "اذانِ عشق"، نصر الله لغاريءَ نومبر 2002ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. جنهن ۾ سندس سنڌي، سرائيڪي، اردو ۽ فارسي ڪلام موجود آهي. شاعريءَ ۾ صوفي صاحب جا استاد فدا ميرانپوري ۽ ولايت علي شاهه انباهه شريف وارا هئا. صوفي ولي محمد تراب 1948ع ۾، صوفي سلام الله جي درگاهه جو نائون سجاده نشين مقرر ٿيو. پاڻ 25 سيپٽمبر 1996ع تي وفات ڪيائين.

**تراب علي شاهه، پير:** نامور عالم ۽ سياستدان پير تراب علي شاهه ولد سيد عبدالله شاهه تاريخ 5 ذي القعد 1274هه مطابق 2 نومبر 1857ع تي اڳوڻي ضلعي لاڙڪاڻي (هاڻي قمبر شهدادڪوٽ) ڳوٺ علي خان لڳ قمبر ۾ ڄائو. جيئن ته پاڻ پيراڻو ٻار هو، ان ڪري سندس تعليم ۽ تربيت جو جوڳو بندوبست ڪيو ويو.



ڪيس علم ادب سان بيحد چاهه هو. هن "الراشد" نالي هڪ رسالو به شايع ڪيو هو. پير تراب علي شاهه جي سياسي زندگيءَ جو آغاز "خلافت تحريڪ" ۾ شريڪ ٿيڻ سان ٿئي ٿو. پاڻ هن تحريڪ ۾ هڪ سرگرم ۽ پرخلوص اڳواڻ طور خدمتون سرانجام ڏنائين. جڏهن انگريزن خلافت جي حيثيت ۽ حقيقت کي ناڪام ڪرڻ لاءِ "امن سڀا" قائم ڪرائي ۽ پنهنجي حامي هڪ عالم مولوي فيض الڪريم موري واري کان "تحقيق الخلافت" نالي هڪ فتويٰ جو رسالو شايع ڪرايو ته ان جي رد ۾ خلافتي عالمن "اظهار المڪرامة" نالي فتويٰ جاري ڪئي هئي. جنهن جي پير تراب علي شاهه به تائيد ڪئي هئي. پير صاحب انهن سياسي اڳواڻن مان هڪ هو جن سنڌ خواهه هند جي ڪيترين ڪانفرنسن ۽ جلسن ۾ شرڪت ڪئي. "خلافت تحريڪ" جي آغاز ۾ ئي "جمعيت علماءِ هند" جو قيام عمل ۾ اچي چڪو هو. ان ڪري هن 31 ڊسمبر 1919ع تي جمعيت جي امرتسر واري اجلاس ۾ شريڪ ٿي پيش ٿيندڙ تجويزن جي نه صرف پنيرائي ڪئي پر ڪيس انهيءَ اجلاس ۾ "جمعيت علماءِ هند" جي منتظم ڪاميٽيءَ تي ميمبر طور به ڪنيو ويو.

ان کان پوءِ جڏهن ترڪن تي مڙهيل شرطن تي نظرثاني ڪرائڻ لاءِ وقت جي وائسراءِ ۽ گورنر جنرل کي هڪ ياداشت نامو ڏنو ويو، ته ان تي سنڌ مان ٻين سان گڏ پير تراب علي شاهه به صحي ڪئي هئي. اهڙيءَ طرح جڏهن خلافتي عالمن جو ان اهي ڪوششون ڪامياب ٿي نه سگهيون ته انهن "ترڪ موالات" بابت هڪ فتويٰ جاري ڪئي، جنهن جي پير تراب علي شاهه به تصديق ڪئي.

جڏهن خلافتي عالمن انگريزن جي مسلم دشمن حڪمت عمليءَ کي ظاهر ڪندي هندستان کي "دارلحرب" قرار ڏنو ته پير صاحب "هجرت تحريڪ" کي زور وٺائڻ لاءِ مولانا تاج محمد امروٽي ۽ رئيس المهاجرين جان محمد خان جوڻيجي جي رفاقت ۾ ڀرپور ڪوشش ڪئي. هن محب وطن عالم تاريخ 2 شوال سن 1357هه مطابق 17 مارچ 1938ع ۾ وفات ڪئي.

**تراب لاڙڪاڻوي:** شاعر تراب لاڙڪاڻويءَ جو اصل نالو عبدالڪريم هو. هن ضلعي لاڙڪاڻي جي تعلقي ڏوڪريءَ جي ڳوٺ 'قليءَ' ۾ جنم ورتو. سرائڪي، سنڌي ۽ بروهڪيءَ ۾ شاعري ڪيائين. طب ۽ حڪمت ۾ ماهر هو. دادو ۽ لاڙڪاڻي ضلعن ۾ زناني تعليم لاءِ سندس ڪيل ڪوششون قابلِ ذڪر آهن. سندس ڇپيل ڪتابن ۾ "علم ۽ هنر جي جنگ" ۽ "ڪنوار جو آئينو" شامل آهن. جڏهن ته ڪيترا ڪتاب قلمي صورت ۾ پڙيائين.

**ترابي، علامه رشيد:** علامه رشيد ترابي هندستان ۽ پاڪستان جي وڏن مذهبي عالمن ۽ شاعرن ۾ سر فهرست ٿي گذريو آهي. علامه رشيد ترابي 9 جمادي الثاني 1326هه/ 9 جولاءِ 1908ع تي حيدرآباد دکن ۾ پيدا ٿيو. هن جي پيءُ جو نالو مولوي شرف حسين خان هو. شروعاتي تعليم



پنهنجي پيءُ کان حاصل ڪيائين. ان کانپوءِ مئٽرڪ حيدرآباد دکن مان پاس ڪري، شيعه ڪاليج لکنؤ ۾ داخلا ورتائين. گريجوئيشن عثمانيه يونيورسٽيءَ حيدرآباد دکن مان ۽ ايم. اي (فلاسافي) ۾ الهه آباد يونيورسٽيءَ مان پاس ڪيائين. ان کانپوءِ ڪجهه عرصو ملازمت اختيار ڪيائين. هن اردو ۽ فارسي ادب آغا محسن شيرازي، علي حيدر طباطبائي، علامه ضامن ڪنتوري ۽ آغا محمد ڪرمانيءَ کان پڙهيا ۽ عربي ٻولي ۽ ادب آغا طاهر بن محمد ۽ مولانا صادق حسين کان پڙهيائين. اردو ۽ فارسي زبان جو بهترين شاعر هو ۽ سندس ڪلام شايع ٿيل آهي.

علامه رشيد ترابي جي علمي لياقت کي مد نظر رکندي، قائداعظم محمد علي جناح کيس آل انڊيا مسلم ليگ جو رڪن بڻايو. علامه رشيد، نواب بهادر يار جنگ سان گڏ مسلم ليگ لاءِ وڏيون خدمتون سر انجام ڏنيون. پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ علامه صاحب 1949ع ۾ پاڪستان (ڪراچي) ۾ اچي آباد ٿيو. هي عالم ۽ شاعر هئڻ سان گڏ نندي ڪنڊ جو ممتاز مقرر ۽ خطيب محمد و آل محمد عليه السلام هو. سندس تصنيفن ۾ "دستور طب معصومين" تمام گهڻو مشهور آهي. هي اردوءَ سان گڏ فارسيءَ ۾ به مجلسون پڙهندو هو. هن پنجن هزارن کان مٿي تقريرون يادگار ڇڏيون آهن. جن مان ڪافي ڪتابي صورت ۾ موجود آهن.

علامه صاحب جو پاءُ ڊاڪٽر مظهر علي خان انگلش جو پروفيسر ۽ پشاور يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر هو ۽ علامه صاحب جو پٽ علامه عقيل ترابي پڻ هڪ وڏو عالم ۽ مقرر هو. علامه رشيد ترابيءَ 22 ذيقعد 1393هه/ 18 ڊسمبر 1973ع ۾ وفات ڪئي.

**تَرار:** مشهور جنگي هٿيار، جنهن سان دست بدست مقابل سان مقابلو ڪبو ويندو آهي. (وڌيڪ ڏسو: "تلوار")

**ترار:** تعلقي پني عاقل ۾ هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن. يوسف خالدي، حسين چاچڙ، سائين ڏنو چاچڙ ۽ رحمت الله چاچڙ.

**ترار ڦري** (Nagio Coffee): هي ٻوٽو ٻن هٿن جيڏو اوچو ٿيندو آهي ۽



ان جا پن بدبودار ٿين ٿا. هن ٻوٽي جون ڦريون گرانٽ جيڏيون ڊگهيون ٿينديون آهن. جن ۾ هُر ٻي جهڙو ٻج ٿيندو آهي ۽ اِن جو ڦر ڪچيءَ ۾ سائو ۽ پچڻ تي ڪارو ٿي پوندو آهي. هن ڦريءَ جا ٻه قسم ٿين ٿا: هيٺن گلن ۽ ڪاراڻ مائل گلن وارو. هي ٻوٽو گرمي پيدا ڪندڙ آهي. پنجابيءَ ۾ هن کي تلوار ڦلي، اردوءَ ۾ ڪسونديءَ ۽ هنديءَ ۾ ڪسوندي چوندا آهن. هن جا پن سنا ٻوٽيءَ جي پنن مگر ان کان وڏا ۽ بدبودار ٿيندا آهن. هي ٻوٽو ڦريون جهلي ٿو جي ترار وانگر ٿينديون آهن. هي هماليه جبل، برما ۽ سري لنڪا ۾ عام جام ٿئي ٿو. هي گرمي پيدا ڪندڙ، سوڄ نسائيندڙ ، ڪنگهه هٽائيندڙ ۽ زهرن جو ترياق آهي. حڪيم هن کي مختلف بيمارين جي علاج لاءِ استعمال ڪندا آهن.

**تَراڙي:** ضلعي ۽ تعلقي ٺٽي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**تَراڙي/تراڙو:** تراڙي وڏي تارازي ۽ تراڙ ننڍي تارازيءَ کي چئبو آهي. "تراڙي تڙڻ" اصطلاح آهي، جنهن جو مطلب آهي ته حساب ڪتاب واري ڏينهن يعني محشر جي ميدان ۾ ثوابن ۽ ڏوهن جو حساب ڪتاب ٿيڻ. چوڻ آهي ته:

"هڪ تراڙي ڏوهه، ٻئي تراڙي ڇا وجهان؟"

**ترازو:** ٻيڙيءَ جو هڪ قسم، جيڪو ڊنگيءَ وانگر ٿيندو آهي. اڳئين زماني ۾ سمنڊ ۾ 'واهڻ' يا 'وانڻ' هلندا هئا. جيڪي بناوت ۾ ڊنگيءَ جهڙا هوندا هئا. پر انهن جو نمونو ڊنگيءَ کان ٿورو مٽيل هوندو هو. ان قسم جي ٻيڙيءَ کي "ترازو" چوندا هئا. ترازو وهائڻ وارا ملاح گهڻو ڪري ڪنارو ڏئي هلندا هئا. ٻيڙيءَ جو هيءُ قسم "واهڻ" کان هلڪو هوندو آهي. جيڪو واءُ يا هوا لڳڻ تي هلندو آهي. لطيف سائين به ٻيڙيءَ جي هن قسم جو ذڪر ڪيو آهي.

ڪالهه وڏائين ڪَنَ ۾، جاڏا جُنگَ جهازَ،
تنهنجي اڄ تراز، آهي آرَ اڪين ۾.
--
سامونڊي سنيال ڪي، سمهڻ آئيه ساءُ
جاڳي جَرَ مٿاءُ، تاري وانءُ تراز ڪي!

**تراڪي/تره ڪي، نور محمد:** نور محمد تراڪي افغانستان جو اڳوڻو صدر ۽ ڪابي ڌر جو مشهور اڳواڻ جولاءِ 1913ع تي افغانستان جي پختون گهراڻي ۾، ڪابل جي پگمن ضلعي ۾ ڄائو. پاڻ جڏهن بمبئيءَ ۾ ڪلارڪ هو ته رات جي شفٽ ۾ تعليم حاصل ڪيائين ۽ خاص طور تي انگريزيءَ تي عبور حاصل ڪيائين. هي منڍ کان وٺي پختونستان جو حامي ۽ پشتو ٻوليءَ سان پيار ڪندڙ شخص هو. ترت پاڻ ڪابل يونيورسٽيءَ ۾ پوليٽِڪل اڪنامڪس جو مضمون کڻي ان ۾ بيچلر جي ڊگري وٺي، ڪولمبيا مان ماسٽرس جي ڊگري ورتائين ۽ هارورڊ يونيوَرسٽيءَ مان ڊاڪٽريٽ ڪيائين. پر ڪن ماڻهن جو چوڻ آهي ته تراڪي ڪڏهن به آمريڪا ڪونہ ويو نہ ڪوئي وري پي.ايچ ڊي ڪيل هيس.



ڪابل يونيورسٽيءَ ۾ پڙهڻ دوران هن سياست ۾ ڀرپور حصو ورتو ۽ يونيورسٽيءَ ۾ وڏو اثر رکندڙ شخص هو. هن ڪابي ڌر ۾ شامل ٿي مارڪسي سياست ۾ پير پاتو ۽ پيپلز ڊيموڪريٽِڪ پارٽيءَ ۾ شامل ٿيو. جيڪا مارڪسي نظرين جو پرچار ڪندي هئي. هن پارٽيءَ جو بنياد پهرين جنوري 1965ع تي رکيو ويو هو. نور محمد تراڪيءَ سان گڏ ببرڪ ڪارمل بہ هو. ٻنهي جي هن پارٽيءَ ۾ شامل ٿيڻ سبب پارٽيءَ ۾ ڪافي جان پئي. چو تہ هيءَ پارٽي اڳ ئي مارڪسٽ ۽ ليننی نظرين جي پرچارڪ هئي. پارٽيءَ ۾ شامل ٿيڻ جي ڪري سندن سڌو واسطو ماسڪو سان ٿي ويو جتان ڪين آشيرواد مليو. ڪن مبصرن جو خيال آهي تہ افغانستان ۾ 1964ع واريون چونڊيون شفاف ٿيون هيون ۽ انهن چونڊن ۾ هي پارلياماني ميمبر چونڊيو ويو ۽ ڪابي ڌر جي مشهور اخبار "خلق" ڪڍيائين. اها اخبار مهينو ڪن مس هلي تہ سرڪار مٿس بندش وجهي ڇڏي. 1967ع ۾ نظرياتي اختلافن سبب پيپلز ڊيموڪريٽِڪ پارٽي آف افغانستان ٻن ڌڙن ۾ ورهائجي وئي جنهن جو هڪ ڌر جو اڳواڻ نور محمد تراڪي ۽ ٻئي ڌُر جو اڳواڻ ببرڪ ڪارمل هو. تراڪي وارو ڌڙو ڪجهہ وڌيڪ عوام ۾ مقبول هو. جو هو مارڪسي نظريي جو گهڻو پرچار ڪندا هئا. 19 اپريل 1978ع تي ڪابي ڌر جو مشهور اڳواڻ مير اڪبر جنيد قتل ٿي ويو. جنهن جو الزام محمد دائود خان تي لڳو جيڪو ان وقت افغانستان جو صدر هو انهيءَ قتل سبب ڪابي ڌر ۾ حڪومت لاءِ نفرت پيدا ٿي. هنن حڪومت جي خلاف مظاهرا ۽ بک هڙتالون ڪيون. جنهنڪري محمد دائود خان حڪم ڪيو تہ پي.ڊي.پي.اي جي اڳواڻن کي گرفتار ڪيو وڃي. جنهنڪري نور محمد تراڪي ۽ ببرڪ ڪارمل کان سواءِ حفيظ الله امين کي بہ گرفتار ڪيو ويو. 27 اپريل 1978ع تي محمد دائود خان پنهنجي خاندان سميت قتل ٿي ويو تہ پي.ڊي.پي.اي ملڪ جو تڪڙو انتظام سنڀالي ورتو ۽ نور محمد تراڪي افغانستان جو صدر چونڊجي ويو هن جي وقت ۾ ئي افغانستان کي "ڊيموڪريٽڪ ريپبلڪ آف افغانستان" جو نالو ڏنو ويو اهو نالو 1992ع تائين برقرار رهيو.

نور محمد تراڪي افغانستان جو صدر، وزيراعظم ۽ پارٽيءَ جو جنرل سيڪريٽري رهيو. پر ببرڪ ڪارمل جنهن جو ساڳي سياسي پارٽيءَ ۾ "پرچم" جي نالي سان ڌڙو موجود هو سو ڪڏهن بہ نور محمد تراڪيءَ سان نہ نڀيو ۽ مخالفت جاري رهي. ترت ئي تراڪيءَ جي حڪومت ۾ ڏار پيا. حڪومت ٻن حصن ۾ ورهائجي ويئي. هڪ ڌر جو اڳواڻ تراڪي هيو تہ ٻئي حڪومتي ڌڙي جي اڳواڻي حفيظ الله امين جي هٿ هئي. ببرڪ ڪارمل ۽ محمد نجيب الله جو تراڪيءَ سان نڀاهہ نہ ٿي سگهيو. ٿورن ئي مهينن اندر ملڪ ۾ ڪميونسٽن خلاف هلچل هلي، جنهن ۾ تراڪيءَ جي حڪومتي پاليسن تي سخت تنقيد ڪئي ويئي ۽ عوام گهر ڪئي تہ افغاني عوام جا حق جهڙوڪ زمين جي مالڪيءَ جو حق، زوريءَ شادي، شريعت قانون وغيره بابت حق قبائلي بنيادن تي تسليم ڪيا ويا ۽ انهن گهُرن کي سياسيءَ عوامي پذيرائي حاصل هئي، جو عام ماڻهو ڪميونسٽن بابت مذهبي توڙي ثقافتي طور ڪا سٺي راءِ نہ رکندا هئا. ان ڪري گهر ڪئي وئي تہ جرڳو ڪوٺائي افغانين جي ثقافتي حقن کي تحفظ ڏياريو وڃي. تراڪي يڪدم ملڪ ۾ اسلامي نظام رائج ڪري پرچم جي اڳواڻن کي مختلف ملڪن ۾ سفير ڪري موڪليو ويو. جن ۾ ببرڪ ڪارمل کي زال سميت چيڪوسلوويڪيا، نجيب الله کي ايران ۽ اناهتيا ريبزد (Anahitarade Bazd) کي يوگوسلوويڪيا جو سفير ڪري ملڪ کان ٻاهر موڪلي ڇڏيو ۽ سندن وڃڻ کان پوءِ هن پي.ڊي.پي.اي جي باقي اڳواڻن کي گرفتار ڪري سخت سزائون ڏنيون. ترت ببرڪ ڪارمل کي واپس گهرايائين، پر هو سڌو افغانستان ڪونہ آيو ۽ روس ۾ سياسي پناهہ ورتائين. ڪيس شڪ هو تہ ڪيس بہ ٻين اڳواڻن وانگر سزا ڀوڳڻي پوندي. پر نجيب الله جڏهن وطن وريو تہ ڪيس ملڪ جو وزيراعظم بڻايائين. جنهن 28 مارچ 1979ع تائين تراڪي سان وزيراعظم طور ڪم ڪيو. 5 ڊسمبر 1978ع تي تراڪي روس سان پنهنجا سياسي واسطا بحال ڪيا، پر تنهن هوندي بہ ملڪ ۾ سندس خلاف مخالفت ۾ ڪمي نہ ٿي پر اها وڌندي رهي. شروعاتي 18 مهينن ۾ ئي هن جيڪي قدم کنيا تن کي افغاني عوام سٺي نظر سان نہ ڏٺو. زمين جا قانون ۽ شاديءَ وغيره جا قاعدا ثقافت سان ٽڪراءَ ۾ هئا. ٻيو تہ انهيءَ دوران هزارين سياسي ۽ مذهبي سياستدان جيل ۾ رهيا سندس مخالف هئا. جنهن ڪري ملڪ ۾ مخالفت جو عنصر وڌي ويو. تراڪي پهريون ماڻهو هو جنهن عورتن کي سياست ۾ آندو جنهن جو مثال اناهتيا رٽيبزد نالي انقلابي عورت هئي. جنهن کي هن اڳتي آندو. جنهن افغاني عوام جي صدين کان پراڻي نظام کي بيانن جي ذريعي ڏوڙي وڌو ۽ هاڻي عورتون نوڪرين، تعليم ۽ سياست ۾ مردن سان هڪ جيترين ڀاڱي ڀائيوار آهن. صدر جي حيثيت ۾ تراڪي هوانا ۽ ڪيوبا ۾ ٿيندڙ ڪانفرنسن ۾ شرڪت ڪئي ۽ موٽ تي ٿوري وقت لاءِ روس ۾ بہ ترسيو. تراڪي جو روس سان رڳو نظرياتي لاڳاپو هو. ان کان وڌيڪ هن ڪڏهن بہ روس سان ڪو وڏو واسطو رکڻ نہ ٿي چاهيو. اندروني طور نجيب الله امين ۽ تراڪي جا اختلاف گڏ هوندي بہ جاري رهيا. اوچتو 10 آڪٽوبر تي "نيو ڪابل ٽائيمز" اها خبر ڏني تہ "افغانستان جو عظيم اڳواڻ، عظيم ڏاهو ۽ عظيم استاد حفظ" سخت بيماري سبب اوچتو وفات ڪري ويو ۽ نجيب الله امين ملڪ جون واڳون سنڀاليون. ٽن مهينن جي اندر نجيب الله جي حڪومت جو تخت اونڌو ڪري ببرڪ ڪارمل کي ملڪ جون واڳون ڏنيون ويون. اصل ۾ تراڪي حيات هو. پر ڪيس قيد ۾ رکيو ويو هو. ڪارمل اچڻ شرط حڪم ڪيو تہ تراڪيءَ کي ڦاسي ڏئي ختم ڪيو وڃي، پر ان بعد سندس موت جو ڪارڻ ٻيو نڪتو. 10 آڪٽوبر 1979ع تي محلد جي محافظن ڪيس منهن تي وهاڻو ڏيئي گهٽي گهٽي ماري ڇڏيو.

**ترانو:** ترانو رباعيءَ کي ڳائڻ جي ايراني انداز کي چئبو آهي، جيڪو بعد ۾ غلط العام ٿي، 'تِلانو' سڏجڻ ۾ آيو. حالانڪ اُن جي ادائگيءَ ۽ اصليت ۾ ڪافي فرق آهي. هڪ راءِ موجب 'تراني' توڙي 'تلاني' جي ايجاد ڪي امير خسرو ڏانهن منسوب ڪيو وڃي ٿو. اصل حقيقت هيءَ آهي تہ امير خسرو نہ صرف رباعيءَ جي قديم ايراني 'تراني' ڪي هندستان ۾ رائج ڪيو، پر هڪ قديم هندي صنف موسيقي "تِنڪ" ۾ تبديلي آندائين ۽ ان ريت "تلانو"/ 'ترانو' ايجاد ٿيو.

"سنگيت رتناڪر" ۾ ڳائڻ جي صنف، "پربند" جي چوٿين حصي جو نالو "تِنڪ" ڏنو ويو آهي، ۽ "سنگيت سوترا سار" مطابق 'تلانہ' جو مخرج بہ اهوئي "تنڪ" آهي. اُن ۾ لفظ تِن (يا تنا) جو تڪرار ٿيندو هو. تراني ڪي پوڄا يا عقيدت جو هڪ غنائي اسلوب چئي سگهجي ٿو. هن لفظ جي باطني ڪيفيت ۾ برهما جو تصور سمايل آهي. جڏهن امير خسروءَ تصوف جي طرف لاڙو ڪيو، تڏهن هن عبادت جي غنائي اسلوب کي فارسي ۽ هنديءَ جو جامو ڍڪايو ۽ ان ۾ جذبات جو هڪ نئون روح ڦوڪيو. هن تلاني جي بندشن ۾ بي معنيٰ لفظ استعمال ڪيا؛ مثال طور، درتن، در، آ وغيره، پر آهستي آهستي انهن لفظن جي شڪل ۽ صورت تبديل ٿي وئي. اڄڪلهہ جي مروج تراني ۾ بظاهر بي معنيٰ لفظ، مثلاً "دردِر تُوم داني ديري نايلائي" وغيره استعمال ۾ آهن. هنن لفظن جي ماخذ جي حقيقت اڃا تائين تحقيق طلب آهي. اڄڪلهہ جي مروج تراني ۾ بظاهر بي معنيٰ لفظ، ردم تي ادا ڪيا وڃن ٿا. "خيال" وانگر "تراني" جا بہ حصا ٿيندا آهن، يعني استائي ۽ انترو. عام طرح هي تيزيا دُرت لَئہ ۾ ڳائبو آهي. 'ترانن' ۾ گهٽ ڪري، فارسيءَ جو شعر هوندو آهي. تراني جي صحيح گائڪي اُهوئي ڪري سگهندو، جنهن کي خيال گائڪيءَ تي عبور حاصل هوندو. هن وقت راڳ جي ڪنهن بہ طرز ۾ چيل گيت کي "ترانو" چوندا آهن. جيئن 'قومي ترانو'، 'جنگي ترانو' وغيره. هندي زبان ۾ 'تراني' کي تڪراري لفظ ڪري سڏيندا آهن. ڇاڪاڻ تہ 'تراني' ۾ فارسي ۽ عربي ٻوليءَ جا لفظ تڪراري نمونې ٻڌل آهن. جيئن تہ 'يلا'، 'يلي'، 'داني'، 'تاداني' وغيره.

**ترانہ پاڪستان:** پاڪستان جو قومي ترانو، مشهور شاعر ابوالاثر حفيظ جالندريءَ لکيو ۽ سنڌي موسيقار احمد جي. چاڳلا اُن جي طرز ترتيب ڏني. سڄي تراني جو تاجي پيٽو فارسي لفظن تي آهي ۽ ان ۾ اردوءَ جو صرف هڪ لفظ 'ڪا' استعمال ڪيو ويو آهي. پورو ترانو پڙهڻ ۾ هڪ منٽ ۽ 25 سيڪنڊ لڳن ٿا. هن جي طرز مرتب ڪرڻ ۾ 21 ساز استعمال ڪيا ويا آهن. ريڊيو پاڪستان تان پهريون ڀيرو پاڪستان جو ترانو آگسٽ 1954ع تي نشر ڪيو ويو.

پاڪستاني تراني جا ٻول هن ريت آهن:

پاڪ سرزمين شاد باد، ڪِشورِ حسين شاد باد  
تو نشانِ عزمِ عاليشان، اَرضِ پاڪستان  
مرڪزِ يقين شاد باد  
پاڪ سرزمين ڪا نظام، قُوتِ اخُوتِ عوام  
قوم، مُلڪ، سلطنت، پائنده تابنده باد  
شاد باد مَنزلِ مُراد  
پرچمِ ستارهء و هلال، رهبرِ ترقي و ڪمال  
ترجمانِ ماضي شانِ حال، جَانِ استقبال  
سايہءِ خداءِ ذوالجلال

جنهن هارمونيئم تي احمد جي. چاڳلا، پاڪستان جي قومي تراني جي ڌُن ترتيب ڏني هئي، اُهو هارمونيئم انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشوري جي ميوزيم ۾ رکيل آهي.

**تراويح:** اها نماز، جيڪا رمضان المبارڪ جي مهيني ۾، رات جو سومهڻيءَ جي نماز کان پوءِ پڙهي ويندي آهي. هيءَ نماز فرض نہ آهي، پر ان جو ثواب گهڻو چيو ويو آهي. ابتدا ۾ نماز مسجد نبويءَ ۾، الڳ الڳ يا ننڍين جماعتن جي صورت ۾ پڙهي ويندي هئي، پهريون دفعو حضرت عمر رضي الله عنہ، باقاعدي جماعت جي شڪل ۾ هن نماز جو انتظام ڪرايو. هن نماز جي رڪعتن ۾ اختلاف آهي. ڪي اٺن رڪعتن جا قائل آهن تہ ڪي 20 رڪعتن جا. مالڪي فرقي وارا 30 رڪعتون پڙهندا آهن. پر عام طور 20 رڪعتون باجماعت پڙهيون وينديون آهن. تراويح نماز، عشاءَ



جي نماز کان پوءِ پڙهي ويندي آهي. هر چئن رڪعتن کان پوءِ، مختصر وقت لاءِ ساهي کڻڻي ويندي آهي، جنهن کي "ترويحہ" چئبو آهي. انهيءَ ڪري ئي هن نماز جو نالو "تراويح" پيو. تراويح ۾ ابتدا کان آخرتائين قرآن مجيد پڙهبو آهي. پوري مهيني ۾، گهٽ ۾ گهٽ هڪ دفعو قرآن مجيد ختم ضرور ڪبو آهي.

**تَرائي:** هيٺاهين زمين، جتي سِمَ يا برسات جو پاڻي اچي بيهي ۽ جتي سدائين پوسل هجي. درياهہ جي پر واري هيٺاهين زمين، جابلو پاڳي واري هيٺاهين زمين يا ٿر ۾ هيٺاهين زمين ترائي سڏبي آهي. ترائيءَ ۾ مينهن جو پاڻي جمع ٿيندو آهي، ٿر ۽ ڪوهستان ۾ ماڻهو توڙي مال اهو پاڻي



ٿر ۾ موجود هڪ ترائي

پيئندا آهن. ٿر ۾ ڪيتريون ترايون مشهور آهن: جهڙوڪ: پڊريو ترائي، راڻاسر جي ترائي (ڇيلهار)، سنيان سر جي ترائي وغيره.

**ترائي**[2]: ترائيءَ جو ننڍڙو شهر، ضلعي بدين ۾. گولاڙچي- بدين مين روڊ کان 3 ڪلو ميٽر اتر طرف آهي. هن ڳوٺ جي زمين جي بيهڪ، هيٺاهين جهڪاءَ واري آهي، تنهنڪري ان کي 'ترائي' چوندا آهن. هيءُ شهر ڪڏهن آباد ٿيو، ان بابت ڪا بہ مستند معلومات ڪانہ ٿي ملي. ڪوروواھ کان ترائي روڊ تي بيل گاڏيون ۽ اُٺن جون قطارون هلنديون هيون ۽ ترائيءَ کان اهو رستو بدين تائين هئو. لنواري شريف جي بزرگ، پير خواجہ محمد حسن نقشبنديءَ بہ حج ڪيا هئا ۽ هو حج تي 1266ھ/1849ع ۾ انهيءَ ترائيءَ واري رستي کان ويو هو. ان مان معلوم ٿو ٿئي تہ سال 1266ھ/1849ع ڌاري بہ ترائي شهر موجود هو. شهر جي اپرندي پاسي امام واھ آهي، جيڪو ميرن حاڪمن کوٽرايو هو. ميرن جي حڪومت 1783ع کان شروع ٿي هئي. ترائي شهر ۽ ان جي آس پاس ميرن جون زمينون ۽ جاگيرون موجود آهن، جنهن مان اهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ شايد امام واھ کوٽجڻ کان پوءِ اهو ڳوٺ آباد ٿيو هجي، جنهن آهستي آهستي هلي، شهر جي شڪل ورتي. تنهنڪري شهر جي آباد ٿيڻ جو سال 1773ع جي لڳ ڀڳ فرض ڪري سگهجي ٿو. هن وقت ترائي شهر ۾ زندگيءَ جون بنيادي سهولتون موجود آهن.

**ترائي**[3]: تعلقي ميرپور ماٿيلي ۾ هڪ ديهہ جو نالو، جنهن ۾ ڪٽڻ وارو، اٺ دڙو، مگڻ دڙي، الهڏنو مهتم، حاجي دين محمد مهر ۽ منو مهر جا ڳوٺ شامل آهن.

تعلقي فيض گنج ۾ هڪ ديهہ جو نالو، جنهن ۾ ترائي، پريل خان شر، ڪوڙو شر، جمعو خان شر ۽ زيمڪ شر جا ڳوٺ شامل آهن.

**ترائيل**: ترائيل، فرينچ شاعريءَ جي هڪ مقبول صنف آهي، جنهن کي "Triolet" چئبو آهي. اهو سنڌيءَ ۾ 1950ع ڌاري رائج ٿيو. ترائيل جو سنڌيءَ ۾ پهريون تجربو نامور شاعر هري دلگير ڪيو. اُن بعد نارائڻ شيام، هريڪانت، شيخ اياز، امداد حسينيءَ خوبصورت ۽ پختا ترائيل چيا آهن. ترائيل جي بندش ڪجهہ ڏکيري آهي. هن ۾ اٺ سِٽون (مصرعون) ٻن قافين تي ٽِڪيل ٿيون، جن کي ٽِن ٽِن سٽن (مصرعن) جي ٻن بندن ۾ ورهايو وڃي ٿو. پهرين سٽ چوٿين سٽ تي ڪم اچي ٿي ۽ پهرين ٻن سٽن (مصرعن) کي آخرين بہ سٽون (مصرعون) ڪري دهرايو وڃي ٿو. اهڙيءَ ريت پهرين سٽ (مصرع) ٽي دفعا ورجائي وڃي ٿي، اُن ڪري ئي هن نظم جو نالو ترائيل (triolet) پيو آهي. ترائيل ۾ قافين جي ترتيب هن ريت هوندي آهي:

پهرين ۽ ٻي مصرع (سٽ) جا قافيا مختلف هوندا آهن. ٽين ۽ چوٿين سٽ پاڻ ۾ هم قافيہ ٿينديون آهن ۽ پنجين سِٽ ستينءَ سان ۽ ڇهين سٽ اٺينءَ سان هم قافيہ هوندي آهي: يعني ڪل بہ قافيا. مثال طور هريڪانت جو هيءُ ترائيل ڏجي ٿو:

پرھ جي باک جيان ڪنهن تہ نهاريو مون ڏي،
زندگي صبح جيان پاسي ٿي روشن روشن.
گهور انڌڪار منجهان ڪنهن تہ اٿاريو مون کي،
پرھ جي باک جيان ڪنهن تہ نهاريو مون ڏي.
---
دل بيابان هئي، ڪنهن تہ سنواريو تنهن کي،
جڻ تہ صحرا ۾ بہ آباد ٿيا باغ و چمن،
پرھ جي باک جيان ڪنهن تہ نهاريو مون ڏي،
زندگي صبح جيان پاسي ٿي روشن.

هن نظم جي فنڪاري پهرين مصرع کي ٽي دفعا نيائڻ ۾ آهي. هر دفعي اها اهڙي تہ سهج ۽ سياويڪ نموني دهرائي وڃي، جو بنهہ ضروري محسوس ٿئي: ۽ اهو صرف تڏهن ٿي سگهندو، جڏهن هر دفعي اُن جي معنيٰ جو ڪو نئون پهلو اجاگر ڪيو وڃي يا اُن ۾ سمايل جذبي کي گهرو ڪيو وڃي يا اُن ۾ لڪل طنز کي وڌيڪ چُڀندڙ بنايو وڃي.

يورپ اندر انگريزي، جرمني ۽ ٻين ٻولين ۾ بہ ترائيل لکيا ويا آهن. اردوءَ ۾ احمد نديم قاسميءَ جا ترائيل سندس ڪتاب 'رم جهم' ۾ ڇپيل آهن ۽ ٻين شاعرن بہ ترائيل چيا آهن. سنڌيءَ ۾ هري دلگير ترائيل چوڻ جي ابتدا ڪئي، جڏهن تہ هريڪانت جي ترائيلن جو مجموعو "پرھ کان پهرين" آگسٽ 1961ع ۾، سنڌو پبليڪيشن، نئين دهليءَ طرفان ڇپجي پڌرو ٿيو، جنهن جو مهاڳ نارائڻ شيام ۽ تعارف لڇمڻ ڀاٽيا ڪومل لکيو هو. امداد حسينيءَ جا ڪجهہ خوبصورت ترائيل ٽماهي 'مهراڻ' ۽ سندس شعري مجموعي 'امداد آهي رول' ۾ ڇپيا آهن. شيخ اياز هڪ پورو ڪتاب ترائيلن جو 'چنڊ ڳليون' جي نالي سان لکيو آهي، جيڪو آگسٽ 1995ع ۾ نيو فيلڊس پبليڪيشن، حيدرآباد پاران ڇپايو ويو: جنهن ۾ سندس 244 ترائيل آهن. جڏهن تہ هري دلگير جي ترائيلن جو ڪتاب "گاھ ڪليا گس گس" 2004ع ۾ ڇپيو، جنهن ۾ هن جا ڪيترائي ترائيل ڏنل آهن. هري دلگير ترائيل ۾ وزن جا تجربا ڪيا آهن. اڪثر ڪري اردوءَ ۽ سنڌيءَ ۾ ترائيل هڪ خاص چست چال واري وزن 'فاعلاتن، فعلاتن، فعلاتن، فعلن' يا 'مفاعلن فعلاتن مفاعلن فعلن' تي لکيا ويا آهن. شيخ اياز، هري دلگير وانگر تجرباتي طور ٻيا وزن بہ ڪم آندا آهن ۽ هئيت گهاڙيٽن کي بہ ڦيرايو آهي، جنهنڪري سندس ترائيلن ۾ چس رس ۽ ڪن رس وڌي ويو آهي. مثال طور سندس هڪ ترائيل هن ريت آهي:

پرھ جي هير ۾ رابيل جئن ٽِڙن ٿا پيا،
ائين لڳي ٿو جوانيءَ ۾ تون ٽِڙي آهين!
وهن ٿيون ڪنگريون، ڪُوھ جڻ ڳِڙن ٿا پيا،
سنڌءِ وجود مان نغما اِئين ڇِڙن ٿا پيا.
--
اجا گُلاب ڪِڙن ٿا ڀَنوَر مڙن ٿا پيا،
بہ پَل تہ ويهہُ، ائين ڇو اُٿا مڙي آهين؟
پياڪَ سُونهَن ڏِسي، ڪيترو ٽِڙن ٿا پيا!
پرھ جي هير ۾ رابيل جِئن ٽِڙن ٿا پيا!

انهن شاعرن کان سواءِ مير محمد پيرزادي، تاج جويي، محمد صديق منگيي ۽ زبير سومري بہ ترائيل لکيا آهن، پر ترائيل جي سخت بندش ان جي مستقبل کي خطري ۾ وجهي ڇڏيو آهي. ترائيل تي سنڌ ۾ مير محمد پيرزادي ۽ رڪيل موريائيءَ مضمون لکيا آهن ۽ نوجوان ليکڪ سارنگ جويي 2008ع ۾ ايم. اي جو مونو گراف "ترائيل، ان جي تاريخ ۽ پسمنظر" عنوان سان لکيو آهي، جنهن ۾ هن تحقيق ڪري ڪافي معلومات مهيا ڪئي آهي.

**ترائيءَ وارو تڪيو**: شاھ لطيف جو ترائيءَ وارو تڪيو، مدئجي ضلعي شڪارپور ۾ آهي. تاريخي ورقن کي اٿلائڻ ۽ روايتن مان خبر پوي ٿي تہ شاھ لطيف اڄ کان اڍائي سؤ سال اڳ 1748ع ڌاري مدئجيءَ ۾ آيو هو. مختلف ذريعن موجب شاھ سائين ست سال انهيءَ ماڳ تي رهيو ۽ هتان ڪوچ ڪرڻ کان پوءِ وڃي ڀٽ وسايائين. ڄاڻايل هنڌ تي ڀٽائي سرڪار پنهنجي هٿن سان هڪ مسجد، فقيرن جي رهائش لاءِ هڪ اوتارو ۽ انهيءَ اوتاري جي اڱڻ ۾ پاڻيءَ جو کوھ

ڪوٺائي ڪرايو هو. جنهن جي اوساري ۾ اڏاوت جو ڪم پاڻ لطيف سرڪار فقيرن سان گڏجي ڪيو هو. جيڪي اڄ به موجود آهن. ان کان علاوه عظيم صوفي بزرگ جي تبرڪات ۾ سنڌس جبو (چولو) هڪ عدد ٽوپي (ڪلاهه)، چاکڙي، ڪاٺ جي جتي، ٻهارو ۽ ميڻ بتي اڄ به ڪماريه خاندان وٽ موجود آهن. ان جو ذڪر علي محمد شاهه راشديءَ پنهنجي ڪتاب ”اهي ڏينهن، اهي شينهن“ ۾ پڻ ڪيو آهي.


ترائيءَ وارو تڪيو

1982ع ۾ فقير نور محمد ڪلهوڙي سنڌس وڏي فرزند فقير عبدالڪريم ڪلهوڙي رازي فقير ڪوڙل کان تڪيي واري هنڌ هڪ قبو تعمير ڪرايو، جنهن جي چوڌاري شاهه سائينءَ جي شاعريءَ مان ڪيترائي سهڻا ۽ دلڪش بيت نقش ڪيا ويا آهن. مرحوم نصرت حسين ابڙي لاڪيٽي لطيف جي تڪيي تي 1986ع کان 1990ع تائين ”تڪيو ڀٽائي يادگار“ ڪاميٽي ٺاهي ان جي طرفان ميلا به لڳرايا. ميلن ۾ شاهه صاحب جا پانڌيئڙا ڏورانهن علائقن کان اچي پنهنجي مرشد سان محبت ۽ عقيدت جو اظهار ڪندا هئا. شاهه سائينءَ جي شاعريءَ تي ادبي محفلون به ٿينديون هيون، ملاکڙو ۽ ڪوڏي ڪوڏي رانديون به ٿينديون هيون. 1990ع کان پوءِ ٻيهر ميلا نه لڳي سگهيا آهن. هن وقت 12 رجب المرجب تي هر سال، تڪيي تي لطيف سائينءَ جي ٿهائي ملهائي ويندي آهي. جنهن ۾ پري پري کان عقيدتمند اچي شريڪ ٿيندا آهن. ان کان سواءِ تڪيي تي اڪثر سڪائون به ايندءون آهن. هن وقت هي تاريخي آثار سم ۽ ڪلر سبب تباهه ٿي رهيا آهن.

**ترائيءَ وارو دڙو**: ڳاڙهي واريءَ ۾ ڍڪيل هي ماڳ ٽاٽي بولا خان تعلقي ۾ آهي. هتي ٺڪرانو سنڌو تهذيب سان ڀيٽڻ جهڙو ملي ٿو پر ٺڪرانو ڦٽل گاهه ۽ واريءَ ۾ دٻيل آهي، جيڪو ٿوري کوٽڻ سان ملي ٿو هي ماڳ ضلعي ڄام شوري جي تعلقي ٿاٽي بولاخان جي اتر- اولهه ڪنڊ تي 73 ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي موجود آهي. هن ماڳ تي پهچڻ لاءِ حيدرآباد کان ايندي سپر هاءِ وي تي 51-50 ميل پٿر کان 70 ڪلو ميٽر، ڪراچيءَ کان ايندي سپر هاءِ وي جي ميل پٿر کان 81 کان 72 ميل جي وچ تي آهي. هن دڙي جي ڀرسان هڪ قبرستان آهي، جنهن ۾ ٽي سؤ ٽيانوي چوڪنڊي نموني جون پٿرجون قبرون آهن. جن تي مختلف نموني جي اُڪر ۽ لڪتون موجود آهن. قبرن جي مختلف ميڙن کي مختلف نالن سان سڏيو وڃي ٿو ڏکڻ کان اوڀر واري گروپ ۾ رانڪن وارو/ ’محمود جو قبرستان‘، ’ڄام لوها جو قبرستان‘، بونيشن وارو قبرستان. اتر ۽ اتر اوڀر واري قبرستان جو ڀاڱو ڪجهه وڌيڪ پراڻو آهي. جڏهن ته ڄام لوها وارو حصو ڪجهه پوءِ جو لڳي ٿو. قبرستان 16 صدي عيسويءَ کان ارڙهين صدي عيسويءَ جو لڳي ٿو. قبرستان لوهاراڻين، چٽن، پٽن ۽ خاصخيلي قبيلي سان واسطو رکندڙ ماڻهن جو آهي. ٻه وڏا گروپ قبرستان جا لوهرين سان واسطو رکن ٿا، جيڪي برفت آهن. ڄام لوها برفتن جو وڏو هو. سنڌس وفات کان پوءِ ڄام آريءَ مٿان پڳ آئي. هن وقت هن خاندان جي ملڪ سڪندرخان کان پوءِ ملڪ اسد سڪندرخان جي مٿان پڳ آهي، جيڪو ٽاٽي احمد خان جو رهاڪو ۽ ناميارو سياستدان آهي. اتر طرف هڪ قبر تي لوهر علي نهمردي لکيل آهي. نهمردي يا نومڙيا، اصل ۾ سما ذات جي شاخ جوکين مان آهن.

ملڪ هارون جو نالو تاريخ ۾ اورنگزيب جي زماني ۾ ملي ٿو. هڪ قبر ايسب خان جي آهي، جيڪو راجپوتانا کان آيو هو ۽ مڪران ۾ رهيو. اهو ضروري ناهي ته اهو ساڳيو ايسب خان هجي. ڪجهه نالا جهڙوڪ: ملڪ احمد خان، ملڪ سردار خان وغيره پڻ برفتن جا وڏا هئا، جيڪي هتي پوريل آهن. برفتن جا قبرستان مليرِ، منگهي پير ۽ ٻين هنڌن تي به آهن.

قبرون ڪي ساديون ته ڪن تي اڪر ٿيل آهي. ٻن کان وٺي سورنهن پٿرن جي تلهن تائين قبرون ملن ٿيون. جيڪي مٿاڇري کان 12 فوٽ مٿي آهن. هتي پورڻ جو نمونو ٽن طريقن جو ملي ٿو: ڪن قبرن ۾ هڪ کان مٿي مردن پورڻ جو رواج هو. جو قبرن مان هڪ کان وڌيڪ هڏاوان پڃرا مليا آهن. ڪن قبرن ۾ ٺڪرانو ۽ اناج جا داڻا به مليا آهن. هڪ کان وڌيڪ پوريل مردن واريون 31 قبرون آهن.

هي قبرستان ايڪڙن ۾ ڦهليل آهي. 1991ع ۾ جنرل محمد ضياءُ الحق جي حڪم تي هن قبرستان تي 5 لک روپيا خرچ ڪري ڪريل قبرستان جي صليبن کي ٻيهر جوڙي قبرون ٺاهيون ويون ۽ جهنگ وغيره صاف ڪيو ويو هو.

**تُربَت**: اصل ۾ عربي ٻوليءَ جو لفظ ”تُراب“ يعني مٽي آهي. سنڌيءَ ۾ ان کي قبر ’لوڙهه ۽ ٻُني‘ به چون ٿا، جيئن ته قبر به مٽيءَ مان ٺهيل هوندي آهي، ان ڪري ان کي تربت چوندا آهن. اڄڪلهه قبرون ڪچيون، پڪيون توڙي سنگ مرمر ۽ ڪاشيءَ سان ٺاهيون وڃن ٿيون. پٿر جي قبرن ٺاهڻ جو رواج 16هين صدي عيسويءَ کان ملي ٿو. جن تي اُڪر جو ڪم به ٿيل آهي ۽ طبقن ۾ به ٺاهيون وينديون هيون. جن جو رواج هاڻي ڪونهي. قبر واري هر نموني جي ٻنيءَ کي ’تربت‘ ئي سڏيو ويندو آهي.

**تربت**[2]: تربت، بلوچستان صوبي ۾ مڪران ڊويزن جو هڪ ضلعو ۽ ضلعي جي ڳاديءَ جو هنڌ آهي. پاڪستان جي قيام کان اڳ مڪران هڪ آزاد رياست هئي، پر جڏهن مڪران جي رياست پاڪستان ۾ شامل ٿي ته



1954ع ۾ مڪران کي ڊويزن جو درجو ڏنو ويو. 1977ع ۾ بلوچستان جي حڪومت مڪران ڊويزن جا ٽي ضلعا بنايا، يعني ضلعو تربت، ضلعو گوادر ۽ ضلعو پنجگور. ضلعي تربت جي اُتر ۾ ايران، ۽ ضلعو پنجگور اچن ٿا، ڏکڻ ۾ ضلعو گوادر، اوڀر ۾ ضلعو خضدار ۽ اولهه ۾ ايران واقع آهن. تربت ضلعي جي آبادي پنج لک کن ٿيندي. تربت جو تاريخ ۾ نالو 'تربت حيدري' آهي. هتي کجور صاف ڪرڻ ۽ دٻن ۾ محفوظ ڪرڻ جو تمام وڏو ڪارخانو آهي. جنهن مان چاڪليٽ ۽ ٻيون ڪيترون مٺايون به ٺهنديون آهن. تربت شهر جي آبادي لک سوا کن ٿيندي.

**تَربَند**: هڏ ڀڄي پوي، پيرَ ۾ زخم ٿئي، جسم ۾ ڪو لوهي ٽُڪر گهڙي وڃي يا زخم ٿي پوي ته اهڙي ڦٽ کي "تربند" چوندا آهن.

ڳوٺاڻا تربند/ ڦٽ کي ڦاڙڻ لاءِ هيٺين شين مان لپري ٺاهيندا آهن: ٻٻر جي ٻُري، ڪٽڪ جو اٽو، هڏڊ ۽ ساڻ. پر اهڙي ڦٽ جو طبي علاج ڪرڻ بهتر آهي.

**تَربَند**: ڪوٽڙي تعلقي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**تَربيلا بند/تربيلا ڊئم**: تربيلا ڊئم مٽيءَ جي ڀرائيءَ سان ٺهيل پاڪستان جو وڏي ۾ وڏو بند آهي. هيءُ ڊئم اسلام آباد کان پنجاهه ميلن جي پنڌ تي تربيلا جي جاءِ تي، سنڌو درياهه مٿان ٻڌل آهي. هن ڊئم جي اڏاوت جو هڪ خاص پسمنظر آهي. پاڪستان جي قيام ڪانپوءِ ڀارت پاڪستان جي اوپر وارن درياهن ستلج، بياس، ۽ راويءَ تي پنهنجي



ترجيحي حق جي دعويٰ ڪئي ۽ ائين پاڪستان جي زراعت کي هڪ زبردست خطرو لاڳو ٿي ويو. ڪيترن سالن جي ڳالهين کان پوءِ 19 سيپٽمبر 1960ع ۾ ٻنهي ملڪن جي وچ ۾ درياهن جي پاڻيءَ بابت هڪ ٺاهه ٿيو، جنهن کي 'سنڌ طاس معاهدو' سڏيو ويندو آهي. هن ٺاهه جي روشنيءَ ۾ پاڪستان سرڪار ڀارت کان 22 ارب رپيا وٺي راوي، ستلج ۽ بياس جو پاڻي ان کي ڏئي ڇڏيو ۽ جهلم ۽ چناب درياهن جي پاڻيءَ تي پاڪستان جو حق تسليم ڪيو ويو. هن معاهدي کان پوءِ پاڪستان سنڌو درياهه تي تربيلا وٽ هڪ بند ٺاهڻ جو منصوبو پيش ڪيو. حڪومت پاڪستان، دنيا جي ملڪن ۽ امداد ڏيندڙ ادارن کي ان ڏس ۾ تعاون جي اپيل ڪئي، جنهن جي نتيجي ۾ ورلڊ بئنڪ، 1967ع ۾، تربيلا ڊئم جي اڏاوت جي منظوري ڏني. 14 مئي 1968ع تي بند جي اڏاوتي ڪم لاءِ واپڊا ۽ ورلڊ بئنڪ جي وچ ۾ 2 ڪروڙ 30 لک آمريڪي ڊالرن جي هڪ ٺاهه تي صحيحون ٿيون. مالي لحاظ کان هيءُ ان وقت دنيا جو سڀ کان وڏو ٺاهه هو. 4 نومبر 1968ع تي بند جي کوٽائيءَ جو افتتاح تڏهوڪي صدر ايوب خان ڪيو. 1968ع ۾ ئي هن بند لاءِ فرانس، ڪئناڊا، برطانيا ۽ اٽليءَ به قرض ڏيڻ جو اعلان ڪيو. تربيلا جي اڏاوت جو ٺيڪو اٽلي ۽ فرانس جي ٽن ڪمپنين کي ڏنو ويو. 1969ع ۾ سوئٽزرلينڊ ۽ جرمنيءَ جي سٽن ڪمپنين کي به ان ٺيڪي ۾ شامل ڪيو ويو اهڙيءَ طرح جن ڪمپنين کي ٺيڪو ڏنو ويو، تن جي گروپ کي "ڪنسورشيم" سڏيو ويو. هن بند جي اڏاوت 1976ع ۾ مڪمل ٿي ۽ 1977ع ۾ ان کي استعمال هيٺ آندو ويو. تربيلا ڊئم جي ڊيگهه 9 هزار فوٽ ۽ اوچائي 485 فوٽ آهي. هن بند جي ڍنڍ اٽڪل 100 چورس ميلن ۾ پکڙيل آهي ۽ ان ۾ 1101 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي گڏ ڪري سگهجي ٿو. تربيلا بند جي ساڄي ڪناري تان ڪڍيل چئن سرنگهن مان هرهڪ جو اندروني قطر 45 فوٽ آهي. انهن سرنگهن مان 41 سؤ ميگا واٽ بجلي پيدا ڪري سگهجي ٿي ۽ هن بند جي پاڻيءَ وسيلي لکين ايڪڙ زمين آباد ٿي سگهي ٿي.

**ترت (تال)**: ڳائڻ وڄائڻ جي آخري ۽ تيز لئي کي 'ترت' چوندا آهن. ترت جي رفتار انودرت کان ٻيڻي ٿئي ٿي. ماترا جو عرصو سيڪنڊ جو اڌ حصو ٿئي ٿو. هن لئي ۾ وڄائڻ توڙي ڳائڻ وڏي ڪمال جي نشاني سمجهي ويندي آهي. گت يا تراني وڄائڻ ۾ هيءَ آخري صورت هوندي آهي.

**ترتيب الصلواة (ڪتاب)**: هيءُ ڪتاب حاجي محمد خطيب سَمي جو لکيل آهي، جنهن ۾ نماز جي حقيقت بيان ٿيل آهي. هن ڪتاب جي قيمت ٻه آنا ڇهه پايون ڄاڻايو آهي. هي ڪتاب شيخ نورالدين جيوا خان، حيدري پريس، بمبئيءَ، مان سال 1872ع ۾ ڇپايو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو سال 1976ع ۾ ڇپيو.

**ترتيب الصلواة[2] (ڪتاب)**: هي ڪتاب حاجي محمد جو لکيل آهي. جنهن ۾ پڻ نماز جا مسئلا بيان ٿيل آهن. هن ڪتاب جي قيمت 3 آنا آهي. هي ڪتاب فتح محمد برادرس ۽ فتح الڪريم، بمبئيءَ مان، سال 1883ع ۾ ڇپرايو.

**ترتيب الصلواة[3] سنڌي (ڪتاب)**: هيءُ ڪتاب محمد عثمان نورنگ پوٽي جو ترتيب ڏنل آهي، جيڪو پنجن خطبن سان گڏ سن 1287هه (1870ع) ۾ ڇاپخانه محمدي، بمبئيءَ مان ڇپيو.

**ترتيب الصلوات[4] سنڌي (ڪتاب)**: هن نالي سان هڪ ٻيو ڪتاب حافظ عثمان جو لکيل آهي، جنهن جي قيمت 3 آنا ڄاڻايل آهي. شيخ نورالدين جيوا خان، حيدري پريس، بمبئيءَ، مان سال 1872ع ۾ ڇپايو.

**ترتيب العلم (ڪتاب)**: هيءُ ڪتاب حافظ محمد احسن چنا جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جا 26 صفحا آهن، ۽ قيمت ٻه آنا آهي. ڇاپو پهريون، پوڪرداس ٽانورداس پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان، سال 1923ع ۾ ڇپايو.

**ترتيل القرآن (ڪتاب)**: هيءُ ڪتاب حافظ عبدالمجيد جو لکيل آهي. رايل سائيز واري هن ڪتاب ۾ 48 صفحا آهن، ۽ قيمت چار آنا اٽس. ڇاپو پهريون، لاڙڪاڻي جي شيخ علي محمد طرفان سال 1924ع ۾ ڇپيو.

**تُرپُ**: تاس (پتن) جي پيس ڪوٽ راند ۾ پهرئين رانديگر طرفان ٻوليل مکيه رنگ (جنهن کي باقي ٽن رنگن تي فوقيت حاصل رهندي)، ان کي "حُڪم وارو رنگ" به چوندا آهن. تاس جي پتن جي سڃاڻپ، ڪاري، لال پان، ڦُلو ۽ چونڪڙيءَ (اِيٽ) جي نشانن سان ٿيندي آهي، جن کي ٻين نشانن سان به ٻولائيندا آهن: مثلاً حڪم، پان، چِڙيا ۽ اِيٽَ.

**ترجنيف/ترگنيف**: روس جو مشهور ليکڪ ترجنيف، جنهن کي ترگنيف بہ سڏيو وڃي ٿو. ان جو جنم 1818ع ڌاري روس ۾ ٿيو. هن جو جنم جيتوڻيڪ شاهوڪار ۽ امير زميندار ڪٽنب ۾ ٿيو، پر هي ننڍي هوندي کان هنين ڏانهن پڇي وڃي هارين نارين جي ٻارن سان راند روند ڪندو هو. هارين جي زندگيءَ متن ٿيندڙ ڏاڍ. هن جي دل تي گهرو اثر ڪيو. هن جي لکڻين ۾ جتي رشيا (روس) جي قدرتي سونهن ۽ عام ماڻهن جا عڪس ملن ٿا. اتي زمينداري، ڏاڍ ۽ ظلم جي اوگهڙ بہ نظر اچي ٿي. هن جي ٻولي مٺڙي ۽ عبارت سليس آهي. هن جا ناول ۽ ڪهاڻيون، دنيا جي ڪيترين ئي ٻولين ۾ ور ور ڪري ڇپيا آهن. اي. جي اتم جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيل 'پهريون پيار' ناول، ترجنيف جي بهترين ناولن مان هڪ آهي. سندس وفات 1883ع ۾ ٿي.

**تر جو اٽلائڻ**: هي ٻيڙياتن جو اصطلاح آهي. تر کي مضبوط جهلڻ لاءِ ٻٽين جڙيل ڪاٺين جي مٿان ٻيڙيءَ جو ٿر تيار ڪبو آهي، پوءِ تر کي اٽلائي، سِڌو ڪري رکبو آهي. ان کانپوءِ "ڪِچا" لڳائبا آهن. ڪِچا تَر سان جوڙي ملائبا آهن. اهڙي عمل کي "ترجا ڪچا ٽوپڻ" بہ چوندا آهن.

**ترجيع بند**: شاعريءَ ۾ ترجيح بند، ترڪيب بند وانگر ٿئي ٿو. فرق فقط ايترو آهي تہ انهي جو آخري بيت هر بند ۾ ساڳيو هوندو آهي، يعني جيڪو بيت پهرئين بند جي آخر ۾ هوندو آهي، اهو ساڳيو جيڪڏهن ڏهہ بند هوندا آهن تہ انهن ڏهن ئي بندن جي آخر ۾ مسلسل ايندو رهندو آهي.

**ترچ مير چوٽي**: هندوڪش جبل جي سڀ کان اوچي چوٽي ترچ مير آهي، جنهن جي اوچائي 25282 فوٽ آهي. هن جبل کي ڪوهہ پيمائن سر ڪرڻ لاءِ مسلسل ڪوشش ڪئي آهي. هندوڪش ۾ ڪوهہ پيمائيءَ جي تاريخ ايڏي پراڻي نہ آهي. آمد رفت جي ڏکين ذريعن ۽ سياسي ۽ جاگرافيائي حالتن جي ڪري ماضيءَ ۾ ڪوهہ پيمائي ممڪن نہ هئي، پهريون ترچ ميرچوٽيءَ 21 جولاءِ 1950ع ۾ هڪ چئن ڄڻن جي ٽيم سر ڪئي، جنهن جو سربراهہ ناروي جو ڪوهہ پيما ڪچن برگ هو. جڏهن تہ هن ٽيم ۾ هڪ پاڪستاني ڪوهہ پيما مرزا حميد بيگ بہ شامل هو



**ترِچل**: هي لوڪ گيت جو هڪ قسم آهي. تر ۾ شاديءَ کان پوءِ، جڏهن گهوٽ پهريون دفعو ساهرن جي گهر ايندو آهي، تڏهن سندس ساليون گڏجي، 'ترچل' گيت ڳائينديون آهن. هن گيت ۾ گهوٽ سان واسطو رکندڙ اڪثر شين جي ساراهہ ٿيل هوندي آهي. هيءُ گيت رات جو ڳائبو آهي، جنهن جا ٻول هن طرح آهن:

اڌ مڻ سونو، اڌ مڻ روپو، جٺ ري ٽيلڙي گهڙائي
(اڌ مڻ سون ۽ اڌ مڻ چانديءَ جي ٽلڙي گهڙايم)
ٽيلڙي ڇهوڙي، آتڻ ٻيلي، تو نڻندل مُنهن مروڙيو
(ٽلڙي لڳائي آتڻ ۾ ويليس تہ نڻان منهن کي موڙيو ڏنو)
ڪيان نڻندل منهن مروڙين، ٽيلڙي مانهجي ٻاپي گهڙائي
(چو نڻانون منهن کي موڙا ٿيون ڏين، ٽيلڙي منهنجي ٻابي گهڙائي آهي)
ٽيلڙي ڇهوڙي جر نان ٻڌاري، اٽ مان ري ٽيلڙي گم گئي
(ٽلڙي لڳائي پاڻي ڀرڻ ويس، جتي منهنجي ٽلڙي گم ٿي ويئي)
ساري سنڌ اوڏ تيڙا ڙان، ٽيلڙي سرور مان جٺاڙان
(سڄيءَ سنڌ جا اوڏ گهرايان، تلاءُ ۾ ٽيلڙي جي کولا ڪرايان)
جکي گايا، جکي شٿيا، اوٺان نان پرنام
(جنهن ڳايو جنهن ٻڌو انهن کي منهنجا پرنام).

**ترخان**: ترڪ خاندان جو نالو آهي، ڪين ترخاني مغل بہ چون ٿا. جيڪي چغتائين مان آهن. ترخانن سنڌ تي حڪومت بہ ڪئي آهي. ترخان حقيقت ۾ مغلن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي ۽ سنڌ ۾ مغل ۽ ترخان پاڻ کي مرزا سڏائين ٿا. ترخان نالي جو پس منظر بيان ڪندي ميرعلي شير قانع ٺٽوي ۽ پيرحسام الدين راشدي، لکن ٿا تہ هڪ دفعي امير تيمور 18 سالن جي ڄمار ۾ پنهنجن مصاحبن سان شڪار تي نڪتو، رستي ۾ سخت مينهن ۽ طوفان لڳو، جنهنڪري تيمور ۽ ان جا ساٿي رستو ڀلجي پيا. سخت سيارو ۽ اونداهي رات هئي. رستي جي تلاش ۾ هيڏانهن هوڏانهن ڀٽڪندا رهيا. اوچتو کين جهنگ ۾ ماڻهن جا چند گهر ڏسڻ ۾ آيا. امير تيمور ۽ سندس ساٿي جڏهن انهن گهرن جي ويجهو پهتا، تہ اتي جا رهاڪو کين چور سمجهي، ساٽن وڙهڻ لاءِ ٻاهر نڪتا، پر جلد ئي هنن امير تيمور کي سڃاتو ۽ کين پاڻ سان وٺي آيا. ان بعد کين زمين تي ويهاري، باھ ٻاري پنهنجي وت کان بہ وڌيڪ سندن خدمت ۽ مهمانداري ڪيائون. امير تيمور جڏهن 34 سالن جي عمر ۾ بادشاهيءَ تخت تي ويٺو تہ انهن ماڻهن کي گهرائي متن حد کان وڌيڪ نوازشون ۽ مهربانيون ڪري کين "ترخان" جو خطاب ڏنائين. جنهن جي معنيٰ آهي، "نوڪريءَ کان معافي ڏنل"، "مطلق العنان" يا "بهادر". ان کان پوءِ ڇاٽايل قبيلو "ترخان" جي لقب سان مشهور ٿيو ۽ ترخان قبيلو سندن ئي اولاد مان آهي.

هي روايت آهي تہ جڏهن امير تيمور جي تقتمش خان سان لڙائي ٿي، تڏهن ساڳئي مٿئين قبيلي جو هڪ سردار ايڪوتمر نالي، امير تيمور جي طرف کان وڙهندي مارجي ويو. ان کان پوءِ امير تيمور جي نظر ۾ هن قبيلي جي وقعت وڌي وئي. جنهنڪري کين "ترخون" جو لقب ڏنائين. جيڪو اڳتي هلي "ترخان" بنجي ويو. سنڌ جا ترخان فرمانروا انهيءَ "ايڪوتمر" جي اولاد مان آهن.

ترخان نامہ جي مصنف لکيو آهي تہ: امير ايڪوتمر، امير تيمور جي اميرن مان هو ۽ تقتمش خان واري جنگ ۾ تيمور طرفان وڙهندي قتل ٿيو هو. انهيءَ قربانيءَ جي طفيل تيمور سندس اولاد کي "ترخان" جو خطاب ڏنو. پنجاب ۾ "ترخان" وادي کي چوندا آهن ۽ ان جو اچار "ترکان" ڪندا آهن.

**ترخان، مرزا غازي بيگ**: سن 1009ھ بمطابق 1600ع ۾ جڏهن مرزا جاني بيگ ترخان فوت ٿيو. تڏهن اڪبر بادشاھ حڪم جاري ڪيو تہ مرزا غازي بيگ بدستور ٺٽي جو حاڪم ٿي رهندو. غازي بيگ ان وقت ننڍو هو. تنهنڪري حڪومت جا سڀ ڪاروبار پراڻا امير ۽ خاص ڪري خسرو چوڪس هلائيندو رهيو. ٻئي طرف نصرپور صوبي ۾ بيگلارن جو خاندان طاقتور هو. آهستي آهستي ئي غازي بيگ ۾ اعتماد پيدا ٿيندو ويو ۽ هن هڪ هڪ ڪري پراڻن اميرن کي ختم ڪرڻ جي ابتدا ڪئي. انهن ۾ خان زمان جي پٽ

مير ابوالقاسم سلطان بيگلار بيگلار جو نالو وڏي اهميت رکي ٿو. خان زمان جيتوڻيڪ ڪراڙو هو، پر اڃا زنده هو. غازي بيگ جڏهن پراڻن اميرن مان جند ڇڏائڻ جي رٿابندي ڪئي، تڏهن سندس گهڻو ڌيان مير ابوالقاسم سلطان بيگلار ڏانهن ويو. آخر ڳالهه اتي وڃي بيهي. جو ٻنهي ڌرين ۾ ويڙهه جي نوبت اچي بيهي.



ان وقت صورتحال جي نزاڪت ڏسي، خان زمان خلوت مان نڪري، مرزا غازيءَ جي خدمت ۾ اچي حاضر ٿيو. صلح جي ڪوشش ڪري ٻنهي ڌرين کي ويجهو آندائين. پٽ لاءِ جان جي امان حاصل ڪري، مصحف شريف تي واعدو وٺي، کيس اچي مرزا غازيءَ جي خدمت ۾ پيش ڪيائين. مرزا غازي رسمي طرح صلح ڪيو، مگر دل ۾ اڃا غير هوس. راشدي صاحب لکي ٿو: ان صلح بعد اڃا مرزا غازي اتي ئي منزل انداز هو، جو هڪ ڏينهن ڏانهس لکي موڪليائين ته "چنيسر نامه" ڪٺي اچ ته مجلس ڪريون. مير ابوالقاسم مصحف وچ ۾ آڻڻ سبب ڊوڪي ۾ اچي ويو. هن اعتماد ڪيو ۽ تن تنها ڪتاب ڪڇ ۾ روانو ٿيو. جڏهن ٻيڙيءَ ۾ چڙهي نديءَ جي وچ تي پهتو، تڏهن اوچتو مٿس حملو ڪري، کيس سوگهو ڪري، سندس اکيون ڪڍيون ويون. ان کان پوءِ کيس قيد ڪري ٺٽي بنديخاني ۾ موڪليو ويو. اڳتي هلي اهو انڌو مڙس جيل مان ڀڄڻ ۾ ڪامياب ٿيو. پر وري گرفتار ٿيو ۽ پوءِ خسرو چوڪس جي سفارش تي آزاد ٿيو ۽ سمورو وقت نصرپور ۾ گذاري، سن 1039هه/ 1629ع ۾ وفات ڪري ويو.

مرزا غازي بيگ جو ٻيو معرڪو ۽ زور آزمائي خسرو چرڪس سان ٿي، ليڪن ان ۾ کيس ڪاميابي نه ٿي سگهي. مرزا ٺٽي ۾ بغاوتن کي منهن ڏئي رهيو هو ته اڪبري دربار مان بابا طالب اصفهاني کيس وٺڻ لاءِ پهتو. هڪ سال جو وقت گذريو مگر غازي بيگ کي شاهي دربار ۾ رواني ٿيڻ جي وٺي نه ملي. ملتان وري ويهه هزار لشڪر ڏئي، سعيد خان چغتائيءَ کي موڪليو ويو. گڏوگڏ ابوالقاسم نمڪين کي به حڪم ٿيو ته سعيد خان جي مدد ڪٺي وڃي. بادشاهه دربار ۾ مرزا خسرو (چرڪس) کي به ساڻ وٺي اچڻ جو تاڪيد ڪيو هو، مگر حالتن جي تقاضا هيٺ ائين نه ٿي سگهيو. مرزا غازي بيگ، 1012هه/ 1603ع ۾ شاهي دربار ۾ پهتو. اڪبر 13 جمادي الثاني 1014هه (25 آڪٽوبر 1605ع) تي فوت ٿيو. بادشاهه جهانگير تخت نشين ٿيو. ٺٽو بدستور ترخانن جي حوالي رهيو. ستت ئي قنڌار ۾ شورشون ٿيون. جنهن لاءِ مرزا غازي بيگ کي مقرر ڪيو ويو. مرزا غازي اتي سن 1021هه/ 1612ع تائين رهيو. پوءِ اتي وفات ڪيائين ۽ سندس لاش ٺٽي پهتو. ان ريت ٺٽي بلڪ سنڌ تي ترخانن جي سڌي ۽ اڻ سڌي حڪمراني ختم ٿي. ان کانپوءِ سموري سنڌ هندي مغلن جي قبضي ۾ اچي وئي.

مرزا غازيءَ جو دور ادبي طرح اهميت رکي ٿو. هن دور ۾ ادراڪي بيگلاري سن 1010هه بمطابق 1601ع ۾ سنڌ ۾ هڪ عشقيه داستان فارسيءَ ۾ "مثنوي چنيسر نامه" لکي، جا مير ابوالقاسم سلطان بيگلار ڏانهن منسوب ٿي. اها مثنوي "سنڌي ادبي بورڊ" 1956ع ۾ سيد حسام الدين راشديءَ جي ايڊيٽنگ سان ڇپي آهي. ساڳئي مصنف فارسي نثر ۾ "بيگلارنامه"، 1017هه/1608ع ۾ لکيو.

مرزا غازي بيگ خود به شاعر هو. ابتدا ۾ "غزالي" ۽ "وقاري" تخلص رکيائين. هن فارسيءَ ۾ هڪ ديوان مڪمل ڪيو هو. رباعيون به چيائين ۽ "ساقي نامه" به لکيائين. سندس ادبي ذوق ۽ شعر سخن سان محبت ۽ عشق جو تذڪرو، هندي تذڪري نويسن کان ايراني ليکڪن تائين ڪيترن مصنفن ڪيو آهي.

مرزا غازي بيگ سياستدان ۽ ڪامياب سفارتڪار هو. هڪ طرف جهانگير کيس نهايت قريب رکندو هو ۽ ٻئي طرف ايران جو صفوي بادشاهه شاهه عباس (985هه/ 1577ع - 1038هه/ 1628ع) به مٿس اعتماد ڪندو هو.

تاريخدانن جو رايو آهي ته سنڌ ۾ غازي بيگ جو دور حقيقي معنيٰ ۾ خسرو چرڪس جو دور هو. هو صحيح طور خودختيار حاڪم هو. مرزا کيس مارائڻ جي ڪوشش ڪئي، ته ان ۾ ناڪام ٿيو. کيس بيدخل ڪرڻ جو جتن ڪيائين ته ان ۾ به ناڪام ٿيو. وري آخري مرحلي تي قنڌار مان سندس معزوليءَ جو حڪم جاري ٿيو ته مورڳو مرزا غازي بيگ جي زندگي پوري ٿي وئي. آخرڪار جڏهن غازي بيگ فوت ٿيو ته وري به سنڌ تي پنهنجو قبضو برقرار رکڻ لاءِ پرپور ڪوشش ڪيائين. مرزا باقيءَ جي پڙپوٽي عبدالعلي ترخان کي حاڪم بنائي، پاڻ اصل معنيٰ ۾ عملدار ٿي ويٺو. ليڪن جهانگير هڪدم مرزا رستم کي ڪثير لشڪر سان ٺٽي موڪليو. جنهن عبدالعلي ترخان ۽ خسرو کي گرفتار ڪري هندستان روانو ڪيو. هاڻي مڪمل طور تي سنڌ مغلن جي اثر رسوخ ۾ اچي وئي. خسرو دانا، دلير، علم پرور ۽ عالمن جو قدردان هو. ٺٽي ۾ اڄ به دابگير مسجد سندس ياد کي تازو ڪري ٿي. خسرو سن 1022هه/1613ع ۾ قيد ٿيو ۽ سن 1028هه/1618ع ۾ اجمير ۾ فوت ٿيو. خواجه معين الدين چشتيءَ جي مقبري جي احاطي ۾ دفن ٿيو.

**ترخان، مرزا محمد باقي بيگ** (1565ع کان 85-1584 تائين): مرزا عيسيٰ بيگ ترخان جي وفات کان پوءِ سندس وڏو پٽ مرزا محمد باقي ترخان (973هه کان 993هه) تخت نشين ٿيو. مرزا محمد باقي سنڌ تي 20 سال حڪومت ڪئي. سمورن ترخانن ۽ ارغونن فرمانروائن ۾ هن جو دور حڪومت سڀ کان وڌيڪ ظالمانه هو. هن سنڌ جي هندن ۽ مسلمانن کي جيڪي اذيتون ڏنيون، تن جو داستان پڙهڻ سان انسان لرزي وڃي ٿو. هو پنهنجي ظالمانه طبيعت جي آسودگيءَ لاءِ ظلمن جا نوان نوان بهانا گهڙيندو هو جاهلن، خوشامدڙن ۽ چاپلوسن کي پنهنجي حڪومت ۾ وڏا وڏا منصب ڏئي ظلم جي چڪيءَ کي وڌيڪ مضبوط ڪندو هو.

مرزا محمد باقي سڀ کان پهرين ارغونن جي قتل جو عام حڪم جاري ڪيو ۽ پڙ اهو به حڪم ڪيائين ته هنن کي ڦرڻ ۽ لٽڻ سان گڏ سندن ٻارن ٻچن سان جيڪو وٿيو، سو برتاؤ ڪجو. ان قتل عام کان پوءِ جيڪي ارغون باقي بچيا، سي جلاوطن ٿي هميشه لاءِ بکر ڏانهن پڄي ويا.

مرزا محمد باقيءَ جي تخت نشين ٿيڻ بعد ارغونن متفق طور هڪ لشڪر ڪٺو ڪري طئہ ڪيو ته جيڪڏهن هو اسان کي مرزا شاهه حسن ارغون وارو خزانو ڏيندو ته ٺيڪ آهي، نه ته نوبت جنگ تي ٿيندي. جڏهن مرزا باقيءَ کي شورش جي خبر پئي ته هن طئي ڪيو ته هاڻي حڪمت عمليءَ جي ڳالهين مان ڪجهه به نه ورندو، تنهنڪري هاڻي اهڙو ڪو طريقو اختيار ڪرڻ گهرجي، جيڪو هميشه لاءِ ان فتني کي ختم ڪري ڇڏي.

بهرحال هن ارغونن کي سڏائي چيو ته فڪر نه ڪريو. آءٌ فلاڻي ڏينهن توهان کي خزانو ورهائي ڏيندس. ان کان پوءِ پنهنجي خاصخيلين، حبش خان،

شيرنگ خان ۽ ملا صالح کي سڏائي خفيه طور حڪم ڪيائين ته آءٌ جڏهن ارغونن کي ديوان خاني (دربار) ۾ خزاني جي ورهاست لاءِ سڏائيندس. تڏهن توهان مان هر هڪ، ٽورن جوان بهادرن سان ديوان خاني جي فلاڻن فلاڻن صفحن ۾ لڪي ويهجو، پر اهڙي تياريءَ سان جو، جيئن وجهه ملي ته يڪدم مٿن حملو ڪري ڪين ختم ڪجو.


ترخان مرزا محمد باقي بيگ جو مقبرو

مقرر تاريخ تي قاضي خميسي ۽ جن ٻه ٻين کي حڪم مليل هو، سي ديوان خاني ۾ هٿيارن سان لڪي ويهي رهيا. مرزا باقي جنهن دريءَ وٽ ويهي مٿهن کان سلام وٺندو هو، تنهن وٽ اچي ويهي، خزانيدارن کي حڪم ڪيائين ته هو رپين ۽ اشرفين جون صندوقون توشي خاني مان ڪڍي هڪ هنڌ رکن ۽ عام ۽ خاص ارغونن کي عام دعوت ڏنائين ته هو سمورا ننڍا وڏا اچي حاضر ٿين، ته جيئن ان جهڳڙي کي ختم ڪيو وڃي جيڪو ڪيتري مدت کان پنهنجي وچ ۾ هلندو پيو اچي. بي خبر ارغون انهيءَ خوشخبري کي ٻڌي سرها ۽ خوش ٿي، رپين ۽ اشرفين جي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪجي گهوڙن تي سوار ٿي ۽ بهترين لباس پائي، ديوان خاني (دربار) ۾ قاضي خميسي وٽ اچي گڏ ٿيا. جڏهن سمورا ارغون گڏ ٿي ويا، تڏهن مرزا باقيءَ جوائي موڪليو ته ڪيتري وقت کان وٺي، توهان سمورن کي ڏسڻ لاءِ منهنجي دل ۾ تمنا آهي، آءٌ هينئر به اڪيلو ۽ هٿيارن کانسواءِ بالا خاني تي ويٺو آهيان. تنهنڪري توهان هٿيارن کانسواءِ مون وٽ اچو. اهو ٻڌي هو سڀ وٽس هليا ويا ۽ صفون ٻڌي اچي سندس سامهون بيٺا. تڏهن ارغونن کي مخاطب ٿي چيائين ته:

"اي عزيزو! آءٌ پاڻ هن خزاني مان بيزار ٿي چڪو آهيان. تنهنڪري خزاني جي رپين ۽ اشرفين کي توهان سمورن ۾ ورهائي، توهان سمورن کي پنهنجو عزيز بڻائڻ چاهيان ٿو ۽ آءٌ هاڻي ئي توهان کي اهي ورهائي ڏيان ٿو. توهان کي خبر آهي ته اجوڪو ڏينهن به عجيب آهي. دولت اهڙي شيءِ آهي، جو پيءُ کي پٽ جو ۽ پاءُ کي پاءُ جو دشمن بڻائي ٿي. مون کي فڪر آهي ته دولت جي ورهائڻ وقت جيڪو عام طرح شور شرابو ۽ پاڻ ۾ جهڳڙو ٿئي ٿو. ان گڙٻڙ کان مون کي جيئن آزار نه پهچي. ان ڪري آءٌ پري ٿي وڃي ويهان ٿو. اٿين چئي هو پري ٿي وڃي ويٺو ۽ پنهنجي پٽ کي حڪم ڪيائين ته هو اشرفيون وغيره تقسيم ڪري. ان اچا صندوقن جا تالا به نه کوليا هئا ته لڪل ماڻهو ٻاهر نڪري آيا. جن کي اڳئي اهڙي قسم جو حڪم مليل هو ته ارغونن مان هڪ به جيئرو نه ڇڏجو. سو نڪرڻ سان ئي هنن، ارغونن تي اهڙو ته زورائتو حملو ڪيو، جو هنن مان هڪ به باقي جيئرو نه رهيو. ان کان پوءِ قتل ٿيل ارغونن جي سرن کي ڌڙن کان ڌار ڪري ديوان خاني جي دريءَ مان ٻاهر اڇلايو ويو. باقي ارغون عوام جيڪي قاضي خميسي جي چوگرد ديوانخاني کان ٻاهر بيٺل هئا. تن کي به هن قتل ڪرائڻ ۾ ڪا ڪسر نه ڇڏي. ايستائين جو هڪ به ارغون قلعي مان ٻاهر صحيح سلامت نه وڃي سگهيو. انهيءَ کان پوءِ مرزا باقي پنهنجن خاصخيلين کي وري حڪم ڪيو ته هو ارغونن جي حويلين ۾ اندر گهڙي سندن قتل عام ڪن. پلي ڪٺي هڪ ڏينهن جو ٻار هجي. تنهن کي به جيئرو نه ڇڏين. ان بعد سندس حڪم مطابق جلادن جي هڪ خاص جماعت، ارغونن جي حويلين ۾ اندر گهڙي اتي جيڪو به ڪين هٿ چڙهيو، تنهن کي سواءِ قتل ڪرڻ جي نه ڇڏيائون. موت جي ان گرداب مان باقي جيڪي ارغون بچيا، سي گجرات ڏانهن هليا ويا. شاهه قاسم ارغون ۽ علي شير ارغون سميجن ۾ وڃي پناهه ورتي.

مرزا باقي بيگ ڏوڪي ۽ دغا سان ڪيترا دفعا قرآن تي هٿ رکي ۽ پنهنجن پاڻرن، عزيزن، قريبن، ايتريقدر جو پنهنجي نائين کي به "هوتي ۽ نوتي" جهڙن جلادن هٿان بيدرديءَ سان قتل ڪرايو. بلڪ پنهنجي ماءُ ماهه بيگم جنهن جي ڪوشش سان مرزا باقي ولي عهد ٿي تخت نشين ٿيو. ورنه مرزا عيسيٰ ته پنهنجي ٻئي نمبر پٽ مرزا محمد صالح جي مرڻ کان پوءِ پنهنجي ٽئين نمبر پٽ مرزا جان بابا کي ولي عهد ڪري تخت نشين ڪرڻ ٿي چاهيو. پر ماهه بيگم، مرزا عيسيٰ جي مرڻ وقت، خفيه پيغام محمد باقيءَ ڏانهن موڪلي ڪيس تاڪيدن سان گهرائي تخت نشين ڪيو. جيتوڻيڪ مرزا عيسيٰ ماهه بيگم کي چيو هو ته تون هن کي ولي عهد ڪرڻ چاهين ٿي، پر ياد رک تنهنجو خود موت هن ظالم جي هٿان ٿيندو. خدا جي قدرت ٿيو به ائين، جو مرزا باقي ماءُ (ماهه بيگم) کي قيد جي ڪوٺڙيءَ ۾ بند ڪري هن جو ان پاڻي بند ڪري ڇڏيو، نتيجي ۾ هوءَ ڪڙيون گهرڙي گهرڙي، بک ۽ اڃ وگهي پاهه ٿي قيد ۾ ئي مري وئي.

جيڪي نوان مسافر شهر ۾ ايندا هئا. تن کي سڏائي ظاهري طرح سائن نهايت خنده پيشانيءَ سان پيش ايندو هو ۽ هنن سان نهايت همدرديءَ جو برتاءُ ڪندو هو. جنهن بعد هو ڏوڪي ۾ اچي، مرزا باقيءَ جي تعريف ڪري جوندا هئا ته هن کان وڌيڪ همدرد ۽ مسافر نواز، دنيا ۾ ٻيو ڪو ورلي هوندو. پر پوءِ انهن مسافرن کي درياهه جي سير ڪرائڻ جي بهاني سان، مراڏئي مير بحر جي حوالي ڪيو هو ته جيئن هو هنن کي درياهه جو سير ڪرائي. مراديو به انهن کي ٻيڙيءَ ۾ چاڙهي درياهه ۾ ايندو هو ۽ وچ سير ۾ ٻيڙيءَ جو ڦرهو ڪڍي مسافرن کي درياهه ۾ غرق ڪري ڇڏيندو هو.

مطلب ته مرزا باقيءَ جي ناشائسته حرڪتن ۽ ظلمن کان عوام ايتري قدر ته تنگ ٿيو. جو رات ڏينهن هن کي پيا بددعائون ڪندا هئا. 992هه /1583ع ۾ اوچتو مرزا باقيءَ کي سندس وڏي پٽ مرزا شاهه رخ جي مرڻ جي خبر پئي، جيڪو ان وقت سرڪار نصرپور جو حاڪم هو. مرزا باقيءَ کي ان جو وڏو صدمو پهتو. جنهن بعد هن پنهنجي حرم سراءِ ۾ ٻانهين جي شلوارن ۾ ٻليون وجهرايون ۽ ان سان گڏ سندن ڇاتيون پٽرايون ۽ مردن کي هاٿين جي پيرن سان ٻڌي رستن تي گهلرايو ۽ پوءِ چوندو هو ته هنن ئي منهنجي پٽ کي مون کان جدا ڪيو هو. هن جي ظلمن ۽ رعايا جي بددعائن آخر رنگ لاتو. مرزا باقيءَ کي آخري عمر ۾ پنهنجي جان جو خوف ٿيڻ لڳو. آخرڪار هن پنهنجي ئي تلوار سان پاڻ خودڪشي ڪري ڇڏي.

مرزا باقي پنهنجي آخري وقت ۾ سيني کي مخاطب ٿي چيو هو ته توهان منهنجي هن ڳالهه جا شاهد رهجو ته: مون خود پنهنجو پاڻ کي قتل ڪيو آهي. متان ڪنهن ٻئي تي منهنجي خون جي تهمت لڳائي وڃي. سپاهي منهنجي ٻڌڻ ۽ اميرن کي به اصل حقيقت کان آگاهه ڪجو. ليڪن

پوءِ ڪيترن ماڻهن کي بيگناهه مرزا باقيءَ جي قتل جي الزام ۾ گرفتار ڪري ماريو ويو. مرزا محمد باقي خميس ڏينهن تاريخ 8 شوال 993هه/85-1584ع تي خودڪشي ڪئي.

مرزا باقيءَ کي مڪليءَ واري قبرستان ۾ دفنايو ويو. هن جو مقبرو سمورن ترخانن جي دفن گاهه کان جدا ۽ پنهنجي والد مرزا عيسيٰ جي مقبري جي ڏکڻ- اتر طرف، ٽن سئو قدمن جي فاصلي تي واقع آهي.

**ترخان، مرزا محمد جاني بيگ** (992هه/1585 کان 1009هه/1601ع): مرزا محمد باقي ترخان جڏهن خودڪشي ڪئي. ان بعد حڪومت جو حق مرزا پائينده بيگ ترخان کي مليو، پر هو مجذوب هو. ان ڪري اميرن سندس فرزند مرزا محمد جاني بيگ ترخان کي ڏاڪڻي سنڌ جو حڪمران بڻايو. هي واقعو سن 992هه/1584ع جو آهي. مرزا جاني بيگ جي حڪمرانيءَ جا ٻه دور آهن. هڪ دور 993 هه/ 1585ع کان شروع ٿي سن 1000هه/ 1591ع تي ختم ٿئي ٿو. جڏهن هيٺينءَ سنڌ کي اڪبر جي لشڪر فتح ڪيو ۽ سڄي سنڌ مغل شهنشاهت جو حصو بڻجي وئي، هتان کان مرزا نيم خودمختيار ۽ مغل امير جي حيثيت ۾ سنڌ جو اڳواڻ بڻيو. سندس هي ٻيو دور سڄي جو سڄو سنڌ کان ٻاهر گذريو. تان جو هي سن 1009هه/ 1601ع ۾ هندستان ۾ فوت ٿيو ۽ اتان سندس لاش کڻي اچي مڪليءَ جي تاريخي قبرستان ۾ دفن ڪيائون.

جاني بيگ جو پهريون دور صرف ستن سالن تي محدود رهيو. ان دور ۾ هو هيٺينءَ سنڌ جو حقيقي معنيٰ ۾ آزاد حڪمران هو. ليڪن هن زماني ۾ سيوهڻ کان سنڌ جو مٿيون اڌ اڳ ۾ ئي مغلن جي حوالي ٿي چڪو هو. اتر سنڌ جو بدنام حاڪم سلطان محمود بکري جڏهن وڏيءَ عمر ۾ اٺين صفر 982هه بمطابق 30 مئي 1574ع تي فوت ٿيو. تڏهن هي عمل مڪمل ٿيو ۽ اتر سنڌ مغلن جي حوالي ٿي وئي. جڏهن جاني بيگ تخت ۾ مسند نشين ٿيو. تڏهن هيٺينءَ سنڌ تي به مغلن جون نگاهون هيون. پر اهي مناسب موقعي جي تلاش ۾ هئا. ان ريت جاني بيگ کي اٽڪل ست سال آزاد حيثيت ۾ ٺٽي تي حڪومت ڪرڻ جو موقعو ملي ويو.

مرزا جاني بيگ اهي ست سال ارغونن ۽ ترخان اميرن جي دلجوئي ڪندي گذاريا. مرزا باقي ترخان جيڪي ظلم ڪيا، هن انهن جي ازالي جي ڪوشش ڪئي. مرزا نهايت عقلمند، ملڪي معاملن کان باخبر ۽ هڪ زيرڪ سياستدان هو. ڪيس ننڍي عمر ۾ ٺٽي جي حڪمراني ملي هئي. سنڌ سطح تي جن حالتن سان ڪيس منهن ڏيڻو پيو. مرزا جاني بيگ واقعي ياڳ وارو حاڪم هو جنهن کي انهن حالتن کان فراغت ملي هئي. پاڻ دلجمعيءَ سان ترخانن کي آباد ڪيائين. سندن منصب بحال ڪري، ڪين جاگيرون ڏنائين ۽ وري پنهنجن عهدن تي مقرر ڪري سرفراز ڪيائين. سنڌي عوام به وڏيءَ حد تائين سڪون جو ساهه کنيو. ان امن ۽ سڪون واري دور ۾ جاني بيگ سنڌ ۾ پنهنجو سڪو جاري ڪيو ۽ ان جو نالو "ميري" رکيو. انهيءَ سڪي جي قيمت البت مرزا عيسيٰ جي سڪي "عيسائي" کان گهٽ هئي. ان هوندي به جاني بيگ جو پنهنجو سڪو جاري ڪرڻ، خود سندس حڪومت جي استحڪام جي علامت هو.

مرزا جاني بيگ حڪومت جا ست سال مس پورا ڪيا هئا، جو اڪبري لشڪر اچي سنڌ ۾ داخل ٿيو. هي اهو زمانو هو. جڏهن هندي مغل روزبروز پنهنجي سلطنت کي وڌائي رهيا هئا. بکر اڳ ۾ ئي مغلن جي قبضي ۾ هو. وقت اچي ويو هو ته سنڌ جو رهيل حصو به مغل والارين. اڪبر بادشاهه سن 998ع ۾ لاهور ۾ هو. جو حڪم ٿيو ته مرزا جاني بيگ تي حملو ڪيو وڃي ۽ ٺٽي کي مغل شاهي حدن ۾ شامل ڪيو وڃي. ان جي پس منظر ۾ مير معصوم بکريءَ لکيو آهي ته "ايتري ۾ بادشاهه جي غيرت واري رڳ جنبش ۾ آئي، ڇاڪاڻ ته جڏهن بادشاهي بخت جي هماءَ لاهور جي تخت گاهه تي پنهنجيءَ منزل جو پاڇو وڌو. تڏهن مرزا جاني بيگ، مرزا شاهه حسن جي دستور جي پيروي ڪري اطاعت جا فرض بجا نه آندا. بلڪ خودمختياريءَ جو دم هڻڻ لڳو.

هن مهم لاءِ عبدالرحيم خان خانان کي مقرر ڪيو ويو. بکر جو علائقو ڪيس جاگير ۾ ڏنو ويو. درٻيلو، ڪاڪڙي ۽ چاندڪو پرڳڻو مير معصوم کي مليا. مير معصوم هن مهم ۾ شريڪ ٿيو. خان خانان 14 صفر999 هه/ 1590ع تي سنڌ لاءِ روانو ٿيو. ان کان اڳ بادشاهه محمد صادق خان کي مقرر ڪيو هو. جو شڪست کائي موٽيو هو. خان خانان ضروري تيارين بعد 999 هه/1590ع ۾ لاهور مان نڪتو. جنهن جي تاريخ فيضيءَ "قصد تته" مان ڪڍي. مغلن کي جاني بيگ جي طاقت ۽ سنڌ ۾ مقبول هجڻ جو احساس هو. ان ڪري ٺٽي جي فتح لاءِ وڏي پيماني تي تياري ڪئي وئي هئي. عبدالرحيم خان خانان ۽ مير معصوم ڪانسواءِ گهٽ ۾ گهٽ پنجاهه نامور امير، بهادر



ترخان مرزا محمد جاني بيگ جو مقبرو

سپاهي ۽ جنگي جوڌا، سنڌ جي فتح لاءِ چونڊيا ويا. ان کان سواءِ ڪجهه روحاني بزرگن جي دعا ۽ مدد به حاصل ڪرڻ جا جتن ڪيا ويا. هڪ سال تائين مقابلا ٿيندا رهيا. ٻنهي طرفن جا جوڌا مارجي ويا. وڏي پيماني تي مال ۽ ملڪيت جي بربادي ٿي. ملڪ ۾ افراتفري پيدا ٿي. نه ته ڪو کٽي پيو سگهي ۽ نه وري ڪو هارائي پيو سگهي. ان حالت ۾ مرزا جاني بيگ تنگ ٿي صلح لاءِ هٿ وڌايو. هيءَ صلح انڙپور ۾ 26 محرم 1000هه بمطابق 17 آگسٽ 1591ع تي ٿيو. ان بعد خان خانان فوجي محاصرو ختم ڪرڻ جو اعلان ڪيو. ان ڳاهه کي فتح سان منسوب ڪري، ٺٽي ۾ چراغان ڪرايو ويو. مرزا جاني بيگ 24 جمادي الثاني 1001هه بمطابق 1592ع تي وڃي شاهي دربار ۾ حاضر ٿيو.

بادشاهه جو خيال هو ته سنڌ تي پنهنجو گورنر مقرر ڪري، البته خان خانان جي سفارش تي اڪبر بادشاهه، ٺٽو جاني بيگ جي حوالي ڪيو. سيوهڻ ۽ لاهوري بندر مرڪزي ڪنٽرول ۾ ڏنا ويا. جڏهن ته جاني بيگ کي بادشاهه پاڻ وٽ رکيو ۽ مرزا حڪومت جي سنڀال لاءِ ٻين ترخاني اميرن سان گڏ مرزا خسرو

چرڪس کي ٺٽي جي انتظام لاءِ روانو ڪيو. جاني بيگ باقي زندگي اڪبر بادشاهه جي حڪم موجب، ساڻس گڏ رهيو. مير معصوم لکيو آهي ته ”خان خانان جي عرض ڪرڻ تي حضرت، جاني بيگ سان نهايت لطف ۽ مهربانيءَ سان پيش آيو ۽ ٺٽي جو ملڪ سندس حوالي ڪيو ۽ جاني بيگ حضرت جي خدمت ۾ رعايت ۽ اعتماد حاصل ڪري، پنج هزاري منصب سان سرفراز ٿيو. مٿس حضور جي ڏاڍي مهرباني ۽ توجهه ٿيو. ان حد تائين جو اڪبر پنهنجي پوٽي خسرو شاهه کي جاني بيگ جي داماديءَ لاءِ مقرر ڪيو“. مرزا جاني بيگ جي وفات 27 رجب 1009هه/1601ع تي دکن ۾ ٿي ۽ سندس لاش آڻي ٺٽي جي تاريخي قبرستان ”مڪليءَ“ تي دفن ڪيو ويو.

**ترخان، مرزا محمد عيسيٰ بيگ (اول)** (1554ع کان 1565ع تائين): ارغونن جي حڪومت جي آفتاب غروب ٿيڻ بعد ترخانن جي حڪومت جو بنياد پيو. هن خاندان جو پهريون فرمانروا مرزا عيسيٰ بيگ ترخان هو جيڪو پهرين ماهه جمادي الاول (962هه/ 1554ع) جي تخت نشين ٿيو.

تاريخ طاهريءَ ۾ لکيل آهي ته، مرزا عيسيٰ بيگ ترخان جي تخت نشين ٿيڻ بعد، اهي ارغون امير، جيڪي مرزا شاهه حسن جا دست راست هئا، سي مخالفت ڪرڻ ۾ مشغول ٿيا. ڪيبڪ خان، فرخ تيمور ۽ ٻيا امير شراب


ترخان ميرزا محمد عيسيٰ بيگ اول جو مقبرو

پيئڻ کان پوءِ مست ٿي، مرزا عيسيٰ جي حويلي جي در تي ايندا هئا ۽ در جي اڳيان قالينن کي گهوڙن جي سنبن سان پامال ڪري گهوڙن تان لهندا هئا. ڪو ڏينهن اهڙو نه ٿيندو هو جو هو مرزا عيسيٰ جي حويليءَ واري دروازي کي تيرن ۽ نيزن سان پروڻ نه ڪندا هئا. چوندا هئا ته مرزا شاهه حسن جو خزانو تو وٽ آهي، سو هاڻي اسان کي ورهائي ڏي. ليڪن مرزا عيسيٰ بيگ کين نهايت حلم ۽ بردباريءَ سان سمجهائي جواب ڏيندو هو ته منهنجو مال ۽ خزاني سان هرگز ڪو واسطو ناهي. بلڪ اهو منهنجي تحويل ۾ هڪ امانت جي صورت ۾ آهي. توهان کي خبر هئڻ گهرجي ته ملڪ جي استحڪام ۽ بقا جو دارومدار خزاني تي ئي هوندو آهي. تنهنڪري توهان پنهنجي ان نعمت عظميٰ (خزاني) کي ڇو ٿا پاڻ ۾ ورهائي ختم ۽ برباد ڪريو ڀلا توهان هن پنهنجي ملڪ کي دشمنن جي تصرف ۾ آڻڻ چاهيو ٿا ڇا؟ بهرحال اهڙيءَ طرح هو ڳالهيون ڪري ۽ هنن کي سمجهائي مطمئن ڪندو هو.

مرزا عيسيٰ بيگ، ارغونن جي برهميءَ کان بچڻ خاطر ايترو ته محتاط رهندو هو جو جيڪڏهن شهر ۾ ڪڏهن ڪا منادي ڪرائڻ جي ضرورت ٿيندي هئي ته مرزا عيسيٰ خود منادي ڏيڻ واري کي سڏي چوندو هو ته هر ارغون جي محلي ۾ جڏهن تون منادي ڏين ته حڪومت سان گڏ ان جو نالو وٺندو ڪر ته جيئن آئون هنن جي آزار کان محفوظ رهان.

ان زماني ۾ مرزا عيسيٰ بيگ پنهنجي حويليءَ جي نزديڪ هڪ قلعو تعمير ڪرايو. مرزا عيسيٰ جا پٽ جيڪي شهر ۾ ٽڙيل پکڙيل رهندا هئا، تن سڀني کي سڏي آڻي ان قلعي ۾ گڏ ويهاريائين. مرزا شاهه حسن جي لاولد ٿي وفات ڪرڻ کان پوءِ سنڌ ٻن حصن ۾ ورهائجي وئي. جنهن بعد فيصلي مطابق، اترئين سنڌ (بکر) تي سلطان محمود حڪمران ٿيو ۽ ڏاکڻين سنڌ (ٺٽي) تي مرزا عيسيٰ ترخان جو مستقل تسلط رهيو. ان بعد مرزا شاهه حسن جي بيواهه حاجياڻي ماهه بيگم پنهنجي عدت جي مدت ختم ڪري اٽڪل پنجن مهينن بعد مرزا عيسيٰ ترخان سان عقد ڪيو. مرزا عيسيٰ به ارغونن جي همدردي حاصل ڪرڻ خاطر اهو عقد ڪيو.

نئين حڪومت قائم ٿيندي ئي، ٺٽي ۽ بکر جي ٻنهي رقيبن ۾ جنگيون ۽ جهيڙا شروع ٿي ويا ۽ (963هه/ 1555ع) جي شروع ۾ ئي مرزا عيسيٰ سلطان محمود بکريءَ جي مقابلي ۽ هن کي ختم ڪرڻ لاءِ هڪ پاسي پورچوگيزن کان ڪمڪ گهري ۽ ٻئي طرف خود بکر ۾ پهچي هن سان لڙائي شروع ڪئي. بکر ۾ اڃا جنگ جي ابتدا هئي ته مرزا عيسيٰ ترخان جا سڏايل پورچوگيز ٺٽي ۾ اچي پهتا. جن مرزا عيسيٰ کي شهر ۾ نه ڏسي شهر جي باشندن کي اهڙي ته بيدرديءَ سان ختم ڪيو. جو پورو شهر گنج شهيدان بنجي ويو. سنڌ جو هي شاندار دارالسلطنت اهڙيءَ طرح برباد ۽ تباهه ٿيو. جو ڪيترن سالن تائين ان تباهيءَ جا نشان مٽجي نه سگهيا. مرزا عيسيٰ ترخان جي فرزندن مان، مرزا محمد صالح پيءُ سان نهايت وفادار هو. جنهنڪري هن کيس پنهنجي جيئري ئي ولي عهد مقرر ڪري ڇڏيو. سندس ڀاءُ ۽ مرزا محمد صالح جي وچ ۾ جهيڙو ٿيو. جنهن جي لڙائيءَ تائين وڃي نوبت پهتي ۽ مرزا محمد صالح کي مريد جت نالي هڪ شخص قتل ڪيو.

مرزا عيسيٰ ترخان جي وفات کان پهرين سندس زال حاجياڻي ماهه بيگم ڪوشش ڪئي ته جيئن وڏو فرزند مرزا محمد باقي آهي، تنهنڪري اهوئي ولي عهد ٿئي. مرزا عيسيٰ گهڻوئي زال کي سمجهايو ته هو هڪ ظالم ۽ فاسد شخص آهي، هن کان خلق خدا کي نقصان رسندو. بلڪ تون به هن جي ئي هٿان مرندينءَ. اڳتي هلي اها ڳالهه صحيح ثابت ٿي. مرزا عيسيٰ ترخان پنهنجي طبعي موت مئو 973 هه/1565ع ۾ مرزا عيسيٰ جي لاش کي مڪليءَ تي آڻي مقبري ۾ دفن ڪيو ويو. جيڪو اڃا ئي سندس جيئري سندس لاءِ تعمير ڪيو ويو هو.

**ترخان، مرزا محمد عيسيٰ بيگ ثاني:** مرزا محمد عيسيٰ بيگ ثاني، امير مرزا عيسيٰ بيگ اول جو پوٽو، مرزا جان بابا جو پٽ، مرزا باقيءَ جو ڀائيٽو ۽ مرزا جاني بيگ جو چاچو هو. ان ريت مرزا غازي بيگ جو سڳ ۾ وڃي ڏاڏو ٿيو سندس والد مرزا جان بابا سنڌ جي سميجن مان شادي ڪئي هئي. سي مرزا عيسيٰ جا ناناڻا هئا. پير حسام الدين راشديءَ خيال ظاهر ڪيو ته هو سن 976 هه (1568ع) ۾ پيدا ٿيو هوندو. جڏهن مرزا باقي ارغونن ۽ ترخانن جو قتل عام شروع ڪرايو. تڏهن مرزا عيسيٰ کي ماءُ کڻي وڃي پنهنجن مائٽن ۾ لڪايو. جاني بيگ جي دور ۾ هو ٺٽي موٽي آيو ۽ سڄو وقت خير خوبيءَ سان ڪڍيائين. ليڪن جڏهن 1009هه (1600ع) ۾ جاني بيگ جي وفات کان پوءِ غازي بيگ ترخان ٺٽي جو حاڪم بڻيو. تڏهن هن لاءِ ڏکيا ڏينهن اچي ويا. غازي بيگ پراڻن اميرن مان جند ڇڏائڻ ٿي گهري. ان ريت درٻار ۾ ويڙهه شروع ٿي وئي. مرزا ابوالقاسم سلطان بيگلار کي انڌو ڪيو ويو. مرزا خسرو چرڪس صلح

ڪري درٻار ۾ ويٺو رهيو. ان دور ۾ مرزا عيسيٰ ثاني به عتاب ۾ آيو. ليڪن هن وري به ناناڻن ۾ وڃي پناهه ورتي. جتان غازي بيگ، ڪيس هٿ نه ڪري سگھيو. آخر سن 1012هه/1603ع ڌاري سنڌ مان مايوس ٿي هندستان پهتو. جتي اڪبر بادشاهه ڪيس پليڪار ڪئي ۽ منصب ڏنو. جهانگير جي دور ۾ سندس ترقي ٿي ۽ هن اڪثر وقت دکن ۽ گجرات ۾ گذاريو. بادشاهه فوت ٿيو ته ان وقت به هو گجرات ۾ هو. سن 1012هه (1603ع) ۾ مرزا غازي فوت ٿيو. عبدالعلي ترخان ۽ خسرو چرڪس گرفتار ٿي هندستان پهتا. تڏهن جهانگير مرزا عيسيٰ کي گجرات مان طلب ڪيو ۽ ڪيس ٺٽي جي مقرر ڪرڻ جو ارادو ڪيائين. مگر بعد ۾ مرزا رستم صفويءَ کي ٺٽي جو گورنر مقرر ڪري عيسيٰ ترخان کي رائڌڻ پور جو جاگيردار بڻايو ويو. اهڙيءَ طرح ارغونن ۽ ترخانن جي سموري لشڪر کي به ٺٽي مان بيدخل ڪيو ويو هو. سڀ شاهي حڪم موجب مرزا عيسيٰ جي حوالي ڪيا ويا.


ترخان مرزا عيسيٰ بيگ ثانيءَ جو مقبرو

مرزا عيسيٰ سن 1035هه (1625ع) ۾ گجرات ۾ هو. جڏهن مستقبل جو بادشاهه شاهجهان بغاوت ڪري ٺٽي پهتو، پوءِ اُميد ۽ اجهي جي آسري ۾ گجرات روانو ٿيو. عيسيٰ پاڻ شاهي عتاب جي خوف کان پاسيرو ٿي ويو. البته سموري گهربل مدد شهزادي خرم کي پهچايائين. ان ريت مرزا عيسيٰ جو مستقبل محفوظ ٿي ويو. شاهجهان تخت نشين ٿيو. ان وقت هو سنڀل جو عملدار هو. هاڻي ڪيس منصب ”چهار هزار ذات و دو هزار و پانصد سوار“ تي فائز ڪري ٺٽي جي صوبيداريءَ تي مقرر ڪيو ويو. هن عهدي تي ڪيس اڍائي مهينا رهڻ جو موقعو مس مليو (1037هه/1627ع-1038هه/1628ع) عهدو ڇڏڻ بعد به پاڻ ڪجهه وقت ٺٽي ۾ رهيو. ان دوران پنهنجي ۽ پنهنجي والد جان بابا جي مقبري ۽ رائنڪ ٺهرائڻ جو حڪم ڏنائين ۽ رٿابندي ڪيائين.

مرزا عيسيٰ کي سن 1038هه (1628ع) ۾ مٿرا جو صوبيدار مقرر ڪيو ويو. سن 1045هه/1635ع ۾ ڪيس ٻيون ڀيرو سورٺ جهونا ڳڙهه بدلي ڪري منصب ۾ واڌارو ڪيو ويو. اڳ چهار هزاري ذات ۽ سه هزاري سوار منصب هئس ۽ هاڻي پنج هزاري ذات ۽ چهار هزاري سوار جي منصب تي فائز ٿيو يعني هڪ هزار جو اضافو پيادن ۾ ۽ هڪ هزار جي واڌ سوارن ۾ ڪئي وئي. سن 1049هه/1639ع ۾ شاهجهان راضي ٿي سندس منصب ۾ وري به هڪ هزار سوارن جي واڌار جو حڪم ڪڍيو. مطلب ته هاڻي مرزا عيسيٰ پنج هزاري ذات سان گڏ پنج هزاري سوار به بڻجي ويو. سن 1052هه/1642ع ۾ گجرات جي صوبيدار اعظم خان کي معزول ڪري شاهجهان، مرزا عيسيٰ کي اتان جو گورنر مقرر ڪيو. سندس پٽ مرزا عنايت الله والد جي جاءِ تي سوراشٽر جو حاڪم بڻيو. راشدي صاحب هن دور ۾ مرزا عيسيٰ جي حاصلات کي بهتر لفظن سان ياد ڪيو آهي. گجرات جو صدر مقام احمد آباد هو. مرزا عيسيٰ، اعظم خان کي شاهي درٻار ڏانهن اماڻي پاڻ ملڪ جي انتظام ۽ اصلاح ۾ لڳي ويو. جيڪي زمينون غير آباد ٿي ويون هيون. تن کي آباد ڪرايائين. ڳوٺ ويران ٿي چڪا هئا تن کي وسايائين. ماڻهو دربدر هئا، تن کي جائيتو ڪيائين. ملڪ اندر بدنظمي، بدانتظامي، خرابي جي حد ڪان ٽپي چڪي هئي. وڏيءَ مشڪل بعد مرزا عيسيٰ انهيءَ افراتفري واري دور ۾ نظم و نسق کي ٻيهر رائج ڪيو. هن خير عافيت سان ملازمت ڪري مرزا شاهجهان جي دور ۾ سن 1061هه/1747ع ۾ رٽائرمينٽ ورتي. هڪ سال پوءِ سن 1062هه/1748ع ۾ فوت ٿيو. ڪيس مڪليءَ تي آڳي سندس ٺهرايل خوبصورت رائنڪ ۾ دفن ڪيو ويو. هڪ منتظم سان گڏ راڳ رنگ جو شوقين، سنڌي سرن ۽ آلاپن مان واقف، آزاد ۽ خوش باش شخص هو. سندس تحرير جو ڪو به نمونو دستياب نه ٿي سگهيو آهي.

**ترخان نامو** (ڪتاب): هي ڪتاب ارغون ۽ ترخان دور تي سيد مير محمد بن سيد جلال ٺٽويءَ جي تصنيف آهي، جيڪا 1065هه / 1654ع ۾ لکي وئي. هن ڪتاب ۾ ارغون ۽ ترخان قبيلن جي اصليت سندن شجرا ۽ حڪومت جو احوال ڏنل آهي.




ڪتاب ۾ ارغون حاڪمن شاهه بيگ ارغون ۽ مرزا شاهه حسن ارغون جي احوال سان گڏ ترخان حاڪمن مرزا عيسيٰ خان ترخان (اول)، مرزا محمد باقي بيگ ترخان، مرزا پائينده بيگ ترخان، مرزا جاني بيگ ترخان، مرزا غازي خان ترخان ۽ مرزا عيسيٰ ترخان (ثاني) جي زندگيءَ جو مڪمل احوال فارسيءَ ۾ ڏنل آهي ۽ آخر ۾ شجرا به ڏنل آهن. هي ڪتاب سيد حسام الدين راشدي تمام گهڻيءَ محنت سان ايڊٽ ڪيو، جيڪو سنڌي ادبي بورڊ 1965ع ۾ ڇاپيو. هن ناياب ڪتاب جو فارسيءَ مان سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمي جو ڪم سنڌ جي اديب ۽ محقق مرزا عباس علي بيگ کي ڏنو ويو هو. مرزا صاحب ترخان نامي جي سنڌي ترجمي سان گڏوگڏ واڌارا ۽ اضافا ڪري هڪ مسودو تيار ڪيو. ليڪن ترخان نامي جي پهرئين ڇاپي ۾ اهي واڌارا ۽ اضافا شامل نه ڪيا ويا. سنڌي ترجمي وارو ترخان نامو 1994ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ طرفان شايع ڪيو ويو. ترخان نامي جي سنڌي ترجمي جي ٻئي ڇاپي ۾ مرزا عباس علي بيگ جا لکيل واڌارا ۽ اضافا شامل ڪيا ويا. ترخان نامي جي سنڌي ترجمي جو ٻيو ڇاپو 2005ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ طرفان شايع ڪيو ويو آهي.

**ترخانن جا سڪا**: سنڌ ۾ سمن جي آخري حڪمران ڄام نظام الدين عرف ڄام نندو جي دور ۾ شاهه بيگ ارغون خانه جنگي مان فائدو وٺي سنڌ ۾ ارغون حڪومت جو بنياد وڌو. هن 927هه/1520ع ۾ سنڌ ۾ حڪومت قائم ڪئي ۽ 930هه/1523ع ۾ گذاري ويو. شاهه بيگ ارغون کان سندس پٽ مرزا شاهه حسن بيگ تخت نشين ٿيو ۽ هن چوٽيهه سال سنڌ تي حڪومت ڪري 12 ربيع الاول 962هه/1555ع ۾ وفات ڪئي. ارغون جي دور جو ڪو به سڪو نه مليو آهي، پر سندن دور ۾ بابر مرزا جا جاري ڪيل چاندي جا سڪا جاري ڪيل هئا. مرزا شاهه حسن بيگ جا آخري ڏينهن فالج ۾ گذريا ۽ اهڙي حالت ۾ سندس امير پاڻ ۾ جهيڙا ڪرڻ لڳا. اهڙي بدامني واري عالم ۾ وجهه وٺي مرزا عيسيٰ بيگ ترخان اول حڪومت جون واڳون پنهنجي هٿ ڪيون. پر مرزا شاهه حسن بيگ ارغون جي وفات کان پوءِ سنڌ ٻن حصن ۾ ورهائجي وئي. اهڙيءَ طرح اترئين سنڌ تي (ٻکر) سلطان محمود حاڪم ٿيو ۽ ڏاکڻين سنڌ (ٺٽي) جو مرزا عيسيٰ خان حاڪم ٿيو. مرزا عيسيٰ ترخان ارغونن جي همدردي حاصل ڪرڻ لاءِ مرزا شاهه حسن ارغون جي بيواهه حاجياڻي ماهه بيگم (عدت جي مدت ختم ٿيڻ بعد) سان نڪاح ڪيو.

ترخاني دور حڪومت شروع ٿيڻ وقت هڪ سڪو 962ھ/1555ع ۾ هندستان جي فاتح بابر جي پٽ همايون جي نالي مليو آهي. هن سڪي جي هڪ طرف "السلطان الاعظم خاقان المڪرم خلدالله تعاليٰ ملڪ و سلطانه ضرب 962ھ" ۽ وچ ۾ "غازي محمد همايون" لکيل آهي. جڏهن ته سڪي جي ٻئي پاسي "لااله الا الله محمد رسول الله" ۽ چئني ڪندن تي "ابا بکر صديق، عمر فاروق، علي المرتضيٰ، عثمان العفان" لکيل آهي. هي سڪو مرزا عيسيٰ ترخان ۽ سلطان محمود ٻنهي مان ڪنهن جاري ڪرايو اها ڳالهه اڃا تحقيق طلب آهي.



ترخانن جا سکا

همايون بادشاھ جي مرڻ کان پوءِ جڏهن اڪبر بادشاھ جو دور شروع ٿيو ته مرزا عيسيٰ سنڌ ۾ خودمختيار ٿي، ٺٽي جي ضرب خاني مان پنهنجي نالي سان هڪ سڪو جاري ڪيو جيڪو اڃ تائين ڏسڻ ۾ نه آيو آهي. البته ٺٽي مان اهڙا ٽامي جا سڪا هٿ آيا آهن، جن جي هڪ پاسي ٻن تارين تي پکي ڊيڪاريل آهي ۽ ٻئي پاسي "ضرب فلوس بلده تته 972" لکيل آهي. مرزا عيسيٰ جي حڪومت 973ھ/1565ع تائين رهي. ان مان ظاهر آهي ته هي سڪا مرزا عيسيٰ جا جاري ڪرايل آهن. اها حقيقت آهي ته اهي ساڳيا سڪا مرزا عيسيٰ جي پٽ مرزا باقي جي دور حڪومت ۾ به رائج هئا. مرزا جاني به پنهنجي دور ۾ ٺٽي جي ضرب خاني مان سڪا جاري ڪيا.

**ترڙ واري**: تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ ٿٿڻ بارڻ کان ڏکڻ طرف هڪ جبل جو نالو.

**ترزي**: ٺڪريا چينيءَ جي گول ٺڪري، جيڪا پٽ تي خانن واري ٻاراٽيءَ راند ۾ ڪم ايندي آهي. پٽ تي ليڪيل ڏهن ٻارهن خانن واري ٻاراٽي راند، جنهن جي خانن ۾ ٻار ترزي اُڇلي، پوءِ هڪڙي پير سان منڊڪائي، ترزيءَ کي خانن مان پار ڪندا آهن. ترزيءَ کي "ڊٻو"، "ٽاپو" يا "منڊڪ" به چوندا آهن.

**ترسول/ ترشول** (Trishula): لفظ ترسول/ ترشول لاطيني ٻوليءَ جي لفظ Tridentis مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ٽن ڏندن وارو يا ٽن شاخن وارو. جڏهن ته هندستان جي ڪيترين ئي ٻولين ڳالهائڻ وارن مطابق اهو لفظ سنسڪرت يا پالي ٻوليءَ مان نڪتو آهي.

هي ٽن ڪُندن واري ڀالي جو هڪ قسم آهي. اڳوڻي زماني ۾ ڏکڻ ۽ وچ اوڀروارين آمريڪي رياستن، يونان ۽ روم جي رياستن ۾ مڇي مارڻ (Fishing)، سامونڊي شڪار ۽ جنگي مقصدن لاءِ هٿيار طور استعمال ڪيو ويندو هو. جيتوڻيڪ ترشول جي تاريخ ڏند ڪٿائي ۽ لوڪ روايتن تي منحصر آهي، پر جديد ثقافت ۽ مذهبي عقيدن موجب ترشول کي وڏي اهميت حاصل آهي.

يونان جو سامونڊي ديوتا پوزيدان ۽ نيپچون (سج جو اُٺون گرھ) جي تصويرن ۾ به ترشول چٽيل آهي. روايتن موجب پوزيدان ديوتا سمنڊ ۾



گهوڙيسواريءَ وقت سمنڊ مٿان تھ ٿيل گجيءَ کي ترشول سان هٽائي، اڳتي وڌندو هو. پوزيدان کي سامونڊي ديوتا طور مڃيو وڃي ٿو. ساڳئي وقت ڌرتيءَ کي لوڏيندڙ ديوتا طور به تصور ڪيو ويندو آهي. هو جڏهن ڪاوڙ وچان ڌرتيءَ کي لوڏيندو هو ته اٿندڙ زلزلن ۽ سامونڊي طوفانن جي لهرن جي زور کي ترشول ذريعي جهَڪو ڪندو هو.

تاريخي ۽ ڏند ڪٿائي لحاظ کان ترشول کي مختلف رياستن ۽ قومن ۾ نشانين طور به استعمال ڪيو ويو آهي، جن مان ڪجھ هي آهن:

(1) هندن جو ڀڳوان شِو ترشول کي هٿيار طور استعمال آندو هو.
(2) باربيڊاس ملڪ جي قومي جهنڊي ۾ ترشول نشاني طور استعمال ٿيل آهي،
(3) روس جي تنظيم National Alliance of Russian Solidarity ۾ ترشول نشاني طور استعمال ٿيل آهي،
(4) سويڊن جي رينجرز Kustjagrana جي نشانيءَ طور استعمال ٿيل آهي.
(5) روس جي جمهوري رياست يوڪرائين جي پنتي پيل ۽ غلام قومن جي نشانيءَ آهي،
(6) راڻي وڪٽوريه جي دور کان اڳ برطانيا جي بحري طاقت جي نشانيءَ طور استعمال ڪيو ويندو هو.
(7) آمريڪا جي بحري فلاحي اداري جي نشاني، جيڪي ترشول جي ٽن شاخن کي سمنڊ، هوا ۽ زمين طور تصور ڪندا آهن.
(8) يونيورسٽي آف مذوري سينٽ لوئيس جي ائٿليٽ ٽيم جي نشانيءَ ۾ ترشول استعمال ٿيل آهي.
(9) نيپال جي ڪميونسٽ پارٽيءَ جو انتخابي نشان آهي

هندن جي عقيدي موجب ترشول کي خوشحالي ۽ بَل (طاقت) جي نشاني تصور ڪيو ويندو آهي. سندن عقيدي موجب ترشول جي ٽن شاخن کي پنهنجي معنيٰ آهي، يعني: اُپائيندڙ، وڌائيندڙ ۽ ناس ڪندڙ. سندن ٻئي عقيدي موجب ٽن شاخن جو مطلب زمان ماضي، حال ۽ مستقبل آهي. ظُلمن کي ناس ڪندڙ هندن جي ديوي درگا ۽ ٻين ديوين ۽ ديوتائن جي هٿن ۾ ترشول ڏيکاريو ويو آهي. پر ترشول جو بُڻ بنياد شِو ۽ پوزيدان ديوتا کان ئي آهي.

اڄ ڪلهه 'ترشول' کي هندن جي مندرن، مڙهين ۽ پوڄا جي ٻين جاين تي چٽيو ويندو آهي. يوگين جي تپسيا جي جاين تي به وڏا ترشول لڳايا ويندا آهن.

**ترشنا چَڪر** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب لالچند امرڏني مل جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 98 صفحا آهن. هيءُ ڪتاب هندو پريس، ڪراچيءَ مان ورهاڱي کان اڳ شايع ٿيو.

**ترشولي** (پَن-نَڪو) **چمڙو**: هي چمڙو سجو ڏينهن ٻرن، غارن، جبلن جي ڏارن ۽ ڏرڙن ۾ پيو هوندو آهي. هي چمڙو آواز جون لهرون پيدا ڪري، انهن جي ٻڙاڏي تي اڏامندڙ جيت وات ۾ يا پنهنجن پرن ۾ جهولي ٺاهي جهٽيندو آهي. اُئين ئي پوين پيرن ۽ پڇ سان ڳنڍيل کل کي ڪيسي وانگر سوڙهو ڪري به جيت جهلي سگهندو آهي، هيءُ چمڙو ڏکڻ بلوچستان ۽ سنڌ جي ڪوهستان ۾ رهندو آهي.

هن چمڙي جي نڪ مٿان موجود پردي ڪي ٽي شاخون هونديون آهن. انڪري ان کي ترشولي چئجي ٿو. هن جي جسم جي ڊيگهه 5 کان 7 سينٽي ميٽر ٿيندي آهي ۽ هن جو پيچ ادائي سينٽي ميٽر ڊگهو هوندو آهي. هن چمڙي جا ڪَن پپر جي پَن وانگر نوڪدار ۽ وڏا ٿين ٿا. انهن تي ٻَج يا وار ڪونه ٿين. هي چمڙا غارن ۽ ڏرڙن ۾ رهندا آهن ۽ جيت خور آهن. هنن جي نسلي واڌ بهار جي مند ۾ ٿيندي آهي.



**ترغيب العلم** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب محمد حافظ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 26 صفحا آهن ۽ قيمت ٻه آنا آهي. ڇاپو پهريون. پوڪرداس ٽانورداس، ديال سنگهه پريس، شڪارپور مان. سال 1922ع ۾ ڇپايو.

**ترقي** (رسالو): حڪيم عبدالخالق "خليق" مورائيءَ جي رهنمائيءَ ۾ هيءُ رسالو آڪٽوبر 1925ع ۾ جاري ٿيو. هيءُ رسالو ڪراچيءَ مان مختلف وقتن تي مختلف هنڌن تان. ڪڏهن رانگي واڙي مان. ڪڏهن ميٺادر مان تہ ڪڏهن وري بمبئي بازار مان شايع ٿيندو هو. هن رسالي ذريعي وقت ۽ حالتن کي سامهون رکي سنڌ جي مسلمانن ۾ قومي، مذهبي، اخلاقي ۽ تاريخي شعور پيدا ڪئي ويندي هئي. اُن دور جا اڪثر اهلِ قلم هن رسالي لاءِ پنهنجا مضمون لکندا هئا. جن ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ، عبدالله "عبد"، محمد هاشم "مخلص" ۽ حافظ جان محمد 'هالائي' قابل ذڪر آهن.

**ترقي پسند ادب** (ڪتابي سلسلو): هن نالي سان خادم امام مغل، ثاني ڪميونيڪيشنز حيدرآباد پاران 1985ع ۾ ڪتابي سلسلي جي شروعات ڪئي. جنهن سلسلي ۾ پهريون مجموعو "ترقي پسند ادب" نالي سان ڪرائون سائيز جي 272 صفحن تي مشتمل هو. اخباري پني ۽ پيپر ٽائيٽل سان ڇپايل هن 51 ڪهاڻين تي مشتمل ڪتابي سلسلي جي قيمت 15 رپيا ۽ تعداد 2000 آهي. جيڪو پٽائي پرنٽنگ پريس لطيف آباد، حيدرآباد مان ڇپجي پڌرو ٿيو. هن مجموعي ۾ امرجليل، سراج الحق، حميد سنڌي، نجم عباسي، محمد عثمان ڏيپلائي، رسول بخش پليجي، عبدالقادر جوڻيجي، آغا سليم، علي بابا، جمال رند، غلام رباني آگري، عثمان علي انصاري، طارق اشرف، غلام نبي مغل، وليرام ولب، ڪيرت ٻاٻاڻي، نسيم ڪرل، شمشيرالحيدري، نورالهديٰ شاهه، خيرالنساءِ جعفري، شيخ حفيظ، ابن حيات پنهور، ايشور چندر، بشير موريائي، سندري اتمچنداڻي، قمر شهباز، ذوالفقار راشدي، شوڪت شوري، مانڪ ۽ ٻين جون ڪهاڻيون شامل آهن.




**ترقي پسند ادب جا معيار** (ڪتاب): خاڪي جويي جو لکيل هيءُ ڪتاب، سنگم پبليڪيشن ڪراچيءَ پاران، اپريل 1986ع ۾، علمي پريس ڪراچيءَ مان ڇپائي پڌرو ڪيو ويو. ڪرائون سائيز واري هن 115 صفحن تي مشتمل ڪتاب جي قيمت 12 رپيا آهي. "ترقي پسند ادب جا معيار" ڪتاب ۾ ادب، تخليق، ان جي اثرن، اديب جي حيثيت ۽ انهن سيني جي عوام ڏانهن ذميواريءَ تي بحث ٿيل آهي. ليکڪ، انسان دوستيءَ جو پاسو وٺندي، ادب ۽ اديب جي ڪردار ۽ سنڌي ادب جي ڪجهه مونجهارن ڏانهن ڌيان ڇڪايو آهي.




**ترقي پسند تحريڪ ۽ ادب** (پس منظر): 1933ع ۾ جرمنيءَ ۾ هٽلر جي اقتدار ۾ اچڻ کان پوءِ فاشزم جي وڌندڙ خطرن سڄيءَ دنيا جي روشن خيال ۽ انسان دوست اديبن کي ڇرڪائي ڇڏيو ۽ هنن جولاءِ 1935ع ۾ پئرس شهر ۾ "ڪلچر جي تحفظ لاءِ" سڄي دنيا جي اديبن جي هڪ ڪانگريس سڏائي. هن ڪانگريس جي سڏائيندڙن ۾ هينري بابرس، مئڪسم گورڪي، رومين رولان، ٿامس مان، آندري مارلو ۽ والڊو فرينڪ جهڙيون عالمي شهرت رکندڙ هستيون شامل هيون. هي پهريون ڀيرو هو. جو دنيا جا سمورا ترقي پسند خيال رکندڙ اديب هڪ تحريڪ جي صورت ۾ متحد ٿيا. هن ڪانفرنس ۾ طئہ ڪيو ويو تہ اديب ۽ شاعر کي ذات ۽ داخليت مان نڪري، انسان جي گڏيل مفادن، تهذيب ۽ ڪلچر جي اعليٰ قدرن جي تحفظ لاءِ رجعت پسند قوتن جي سامهون اچڻ گهرجي ۽ پنهنجي ادب ۽ فن کي انسانيت جي خدمت لاءِ وقف ڪرڻ گهرجي، ان موقعي تي اديبن ڏانهن هڪ اپيل پڻ جاري ڪئي وئي، جنهن ۾ چيو ويو تہ:

"اي قلمڪارساٿيو! موت جي خلاف زندگيءَ جو ساٿ ڏيو. اسان جو قلم. اسان جو فن ۽ اسان جو علم موت جو سڏ ڏيندڙ قوتن خلاف رکجڻ نہ گهرجي. جيڪي انسانيت جي نڙيءَ تي ننهن ڏين ٿا. جيڪي پئسن جي ٻل تي حڪومت ڪن ٿا. جيڪي ڪارخانيدارن ۽ شاهوڪارن جي آمريت قائم ڪن ٿا ۽ نيٺ فاشزم جا مختلف روپ ڌاري سامهون اچن ٿا. سي اهي ئي طاقتون آهن. جيڪي معصوم انسانن جو رت چوسين ٿيون."

1936ع ۾ لنڊن ۾ ترقي پسند تحريڪ جو بنياد پيو. انهيءَ زماني ۾ ئي هندستان جي ترقي پسند اديب سجاد ظهير يورپ ۾ رهائش دوران رالف فاڪس ۽ لوئي آراگون، جهڙن اديبن سان ملاقات ڪئي، ساڻن ترقي پسند تحريڪ هلائڻ ۽ هندستان ۾ ان کي وڌائڻ بابت مشورا ڪيا. فرانس جي اعليٰ اديب، آراگون ترقي پسند اديبن جي جماعت ٺاهڻ لاءِ صلاح ڏني، جنهن ۾ ٻہ ڳالهيون ذڪر جوڳيون هيون: (1) هن تحريڪ ۾ مختلف خيال رکندڙ ترقي پسند اديبن کي شامل ڪرڻ گهرجي، جن ۾ ڪميونسٽ خيال وارن اديبن ۽ ٻين محب وطن ۽ پراڻن اديبن جو ٻہ سهڪار حاصل هجي. (2). اديبن ۽ ليکڪن جي جماعت منظم ڪرڻ آسان ڪم ناهي، ان ڪري صبر، سهپ ۽ وسيع نظر سان ڪم وٺڻ سان ڪاميابي حاصل ٿي سگهي ٿي.

اهڙيءَ طرح لنڊن ۾ هندستاني ترقي پسند اديبن 1935ع ۾ پنهنجي تحريڪ جو پهريون مينيفيسٽو/ منشور تيار ڪيو. جنهن تي ڊاڪٽر ملڪ راج آنند، سجاد ظهير، ڊاڪٽر جيوتي گهوش، ڊاڪٽر ڪي.ايس.ڀٽ، ڊاڪٽر ايس. سنها ۽ ڊاڪٽر محمد دين تاثير جون صحيحون هيون.

ياد رهي تہ انهيءَ دور ۾ سنڌ جو ترقي پسند اديب حشو ڪيولراماڻي، "اديبن جي مجلس" جو لنڊن ۾ صدر هو ۽ چيو وڃي ٿو تہ ان جا ترقي پسند تحريڪ جي سلسلي ۾ مٿي ڄاڻايل اديبن سان رابطا هئا.

ترقي پسند اديبن جي مينيفيسٽو جو تت هيٺ ڏجي ٿو:

"هندستاني سماج ۾ وڏيون تبديليون اچي رهيون آهن. پراڻن خيالن ۽ عقيدن جون پاڙون لڏي رهيون آهن ۽ هڪ نئون سماج جنم وٺي رهيو آهي، ان ڪري اديبن جو فرض آهي ته مقامي زندگين ۾ ٿيندڙ تبديلين کي لفظن ۽ هيئت جو لباس پارائين ۽ ملڪ کي تعمير ۽ ترقيءَ جي رستي تي آڻڻ ۾ مددگار ثابت ٿين. هندستاني اديب قديم تهذيب جي تباهيءَ کان پوءِ حقيقت کان پچي رهبانيت ۽ پڪتيءَ ۾ پناهه ورتي آهي، نتيجي طور اهو ادب بي روح ۽ بي اثر ٿي ويو آهي، عقل ۽ فڪر کي گهٽي پاڳي رد ڪيو ويو آهي. گذريل ٻن صدين جو ادب اسان جي تاريخ جي زوال پذيريءَ جو نمونو آهي. هن تنظيم جو مقصد آهي ادب ۽ ٻين لطيف فنن (Fine Arts) کي پوڄارين، پنڊتن ۽ قدامت پرستن جي هڪ هٽيءَ کان ڇڏائي، انهن کي عوام آڏو آڻي زندگيءَ ۽ حقيقت نگاريءَ جو آئيني دار بڻايو وڃي. اسان هندستان جي قديمي روايتن جي حفاظت ڪندي تخليقي ۽ تنقيدي انداز سان ڳالهه کي بيان ڪنداسين. اسان جو عقيدو آهي ته هندستان جي نئين ادب کي اسان جي موجوده زندگيءَ جي حقيقتن جو احترام ڪرڻ کپي ۽ ان رستي اسان بک، بدحاليءَ، سماجي پسماندگيءَ ۽ سياسي غلاميءَ کي سمجهي سگهنداسون ۽ اسان ۾ انقلابي روح سجاڳ ٿيندو. پر اها ڳالهه جيڪا ڏڦيڙ ۽ انڌي تقليد طرف وٺي وڃي ٿي، اها قدامت پسندي آهي ۽ جيڪا ڳالهه روايتن کي عقل ۽ ادراڪ جي ڪسوٽيءَ تي پرکڻ لاءِ اُڀاري، اسان ۾ اتحاد ۽ ٻڌيءَ جي سگهه پيدا ڪري ٿي، اها ترقي پسندي آهي. انهن مقصدن کي آڏو رکي ترقي پسند اديبن جي تنظيم هيٺيون رٿون پاس ڪري ٿي:

1. هندستان جي ڌار ڌار زبانن تي بنياد رکندڙ صوبن/ رياستن ۾ اديبن جون انجمنون قائم ڪري ملڪ جي مرڪزي تنظيم ۽ لنڊن ۾ قائم ٿيل تنظيم سان لاڳاپا قائم ڪرڻ.
2. اهڙين ٻين ادبي تنظيمن سان لاڳاپا قائم ڪرڻ، جيڪي انجمن جي مقصد کي ويجهو هجن.
3. ترقي پسند ادب جي تخليق ۽ ترجمي کي هٿي ڏيڻ.
4. سوچ ۽ فڪر ۽ خيال جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪرڻ.
5. اديبن جي مفادن جي حفاظت ڪرڻ وغيره.

اهڙيءَ طرح اپريل 1936ع ۾ انجمن ترقي پسند مصنفين جي پهرين ڪانفرنس لکنؤ ۾ ٿي، جنهن ۾ مدراس، گجرات، مهاراشٽر، پنجاب، سنڌ، بهار ۽ يو پيءَ جي نمائندن شرڪت ڪئي. شاگردن، دفترن ۾ ڪم ڪندڙ نوجوانن، استادن، وڪيلن، ڪميونسٽ ۽ سوشلسٽ پارٽين جي ادب سان شوق رکندڙ فردن ۽ اديبن جي وڏي انگ هن ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪئي. منشي پريم چند ڪانفرنس جي صدارت ڪئي. ان موقعي تي هن صدارتي خطبي ۾ ترقي پسند ادبي تحريڪ جي اهميت ۽ مقصدن کان آگاهه ڪيو. هن ڪانفرنس ۾ چوڌري محمد علي، ڊاڪٽر عبدالعليم، مولانا حسرت موهاني، ساغر نظامي، محمود الظفر، فراق گورکپوري ۽ ڪيترن ٻين اديبن شرڪت ڪئي. سنڌ مان ڪنهن شرڪت ڪئي، ان بابت ڪا واضح صورتحال معلوم نه ٿي ٿئي، پر امڪان آهي ته حشو ڪيولراماڻي ۽ محمد امين کوسي وغيره مان ڪنهن ان ۾ ضرور شرڪت ڪئي هئي، اهڙا اشارا سجاد ظهير ۽ ٻين جي لکڻين مان ملن ٿا.

1936ع ۾ ترقي پسند مصنفين هند جو هڪ پڌرنامو جاري ڪيو ويو، جنهن ۾ انجمن جي متن سان گڏ ادب جي ترقي پسند روح جي نمائندگي ڪندڙ سمورا مقصد شامل هئا ۽ طئه ڪيو ويو ته ترقي پسند مصنفين جي مدد سان جلسا ڪيا ويندا ۽ ادب ڇاپيو ويندو. ترقي پسند ادب بابت مضمون لکندڙن ۽ ترجمي ڪندڙن جي حوصلا افزائي ڪئي ويندي، آزاد راءِ ۽ آزاد خيال کي وڌايو ويندو.

1937ع ۾ انجمن ترقي پسند مصنفين جي الهه آباد ڪانفرنس مولوي عبدالحق جي صدارت ۾ ٿي، جنهن ۾ مشهور بنگالي شاعر ٽئگور پنهنجو پيغام ڏياري موڪليو.

انجمن ترقي پسند مصنفين جي ٻي ڪل هند ڪانفرنس 1938ع ۾ ڪلڪتي ۾ ٿي، هن ڪانفرنس ۾ آسام، اڙيسا، آنڌرا، تامل ناڊو، گجرات، مهاراشٽر، پنجاب، سنڌ وغيره مان اديبن شرڪت ڪئي هن ڪانفرنس ۾ علي سردار جعفري، ڪرشن چندر، مجاز، رضيه سجاد ظهير ۽ ٻين ڪيترن اديبن شرڪت ڪئي. انجمن ترقي پسند جي اديبن جي دهلي ڪانفرنس 1942ع ۾ ٿي، جنهن موقعي تي جوش مليح آبادي، ساغر نظاميءَ ۽ مجاز لکنويءَ جا حمايتي بيان وڏي شَد مَد سان اخبارن ۾ شايع ٿيا. انجمن ترقي پسند مصنفين جي چوٿين ڪل هند ڪانفرنس 1942ع ۾ بمبئيءَ ۾ منعقد ٿي، جنهن ۾ سمورين ٻولين جي نمائندن شرڪت ڪئي. اهڙيءَ طرح 1945ع ۾ حيدرآباد دکن ۾ اردوءَ جي ترقي پسند اديبن جي ڪل هند ڪانفرنس ٿي، 1949ع ۾ انجمن ترقي پسند مصنفين جي ڀوپال جي پهرين ڪل هند ڪانفرنس 25 کان 29 جنوري 1949ع تائين ٿي گذري، جنهن جو افتتاحي خطبو سيد سليمان ندويءَ پڙهيو. مئي 1949ع ۾ بمبئيءَ جي ڀيمڙي علائقي ۾ ترقي پسند اديبن جي ڪل هند ڪانفرنس 27، 28، 29 مئي 1949ع تي ٿي، جنهن ۾ هڪ پڌرنامو جاري ڪيو ويو، جنهن کي 8 مارچ 1953ع ۾ ڪل هند ترقي پسند انجمن جي ڇهين اجلاس ۾ منظور ڪيو ويو.

**سنڌي ادب تي ترقي پسند تحريڪ جو اثر:** سنڌي ادب به ترقي پسند تحريڪ کان نه رڳو متاثر رهيو، پر مجموعي طرح سنڌي ادب خاص ڪري شاعري ڪلاسيڪي دور کان وٺي ترقي پسند روين ۽ لاڙن جي حامل رهي آهي. شاهه لطيف جي شاعري پنهنجي دور جي جاگيرداري لاڙن جي مخالف هئي. 1920ع کان سنڌي ادب ۽ شاعريءَ ۾ ڪشنچند بيوس جو نالو ترقي پسند ۽ جديد خيالن جو حامل نظر اچي ٿو. ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ ٻين سينيئر اديبن سنڌي ادبي سرڪل قائم ڪيو. جنهن ۾ 1941-1942ع ڌاري رام پنجواڻي، لعلچند امر ڏني مل، شيخ اياز ۽ ٻين اديبن حصو ورتو. انهيءَ سرڪل اڳتي هلي، سنڌي ادبي سنگت جي صورت اختيار ڪري ورتي، جنهن جي باقاعدي تنظيم ڪاري ورهاڱي کان اڳ اپريل 1947ع ۾ ٿي، جنهن جو پهريون سيڪريٽري گوبند مالهي ۽ جوائنٽ سيڪريٽري شيخ اياز هو. هن تنظيم ورهاڱي کانپوءِ سنڌ سطح جي ادبي جماعت جو روپ ورتو. هن ادبي جماعت ۾ ڪيرت ٻاٻاڻي، سوڀي گيانچنداڻي، اي. جي. اتم، بهاري لعل ڇاٻڙيا، موتيرام راموواڻي، محمد ابراهيم جويو، منگها رام ملڪاڻي، سندري اتمچنداڻي ۽ ٻين اديبن ان وقت حصو ورتو.

1949ع ۾ انجمن ترقي پسند مصنفين جي پهرين ڪل پاڪستان ڪانفرنس 11 کان 13 نومبر 1949ع ۾ لاهور ۾ ٿي، جنهن ۾ لاهور، پشاور، ملتان، ڪراچي ۽ ٻين شهرن مان اديبن وڏي تعداد ۾ شرڪت ڪئي. ورهاڱي جي ڪاري وار سبب سنڌ جي سنڌي اديبن ۾ مايوسي ڇانئجي وئي هئي. ٻه ترقي پسند سوچ وارن ڪجهه اديبن انجمن ترقي پسند مصنفين جماعت ۾

شموليت اختيار ڪئي. 1954ع ۾ ترقي پسند مصنفين تنظيم تي سرڪار پاران پابندي وڌي وئي. انهيءَ عرصي ۾ سنڌي اديبن هڪ ڀيرو ٻيهر مائي ٽيل سنڌي ادبي سنگت کي ڪراچيءَ ۾ جياريو. احسان بدوي، نور الدين سرڪي، محمد ابراهيم جويو، جمال ابڙو، شيخ اياز، غلام رباني آگرو وغيره ميئارام هاسٽل ۽ ٻين هنڌن تي گڏجاڻيون ڪرڻ لڳا. 1956ع ۾ ڪراچيءَ ۾ سنڌي ادبي سنگت سنڌ جي 12 شاخن جو ڪنوينشن سڏايو ويو. جتي سنڌي ادبي سنگت سنڌ جي مرڪزي تنظيم ڪاري سان گڏ آئين پاس ڪيو ويو. ان جو پهريون سيڪريٽري جنرل اياز قادري چونڊيو ويو. اهڙيءَ طرح سنڌي ادبي سنگت اج تائين پنهنجو سفر جاري رکندي اچي پئي. جنهن جي سيڪريٽري جنرلن ۾: شمشير الحيدري، تنوير عباسي، رشيد ڀٽي، تاج بلوچ (قائم مقام)، تاج جويو، ادل سومرو، اياز گل، شمس سومرو، ممتاز بخاري (قائم مقام)، مختيار ملڪ، ذوالفقار سيال ۽ يوسف سنڌي شامل آهن.

سنڌي ادبي سنگت ون يونٽ دور کان وٺي اج تائين پنهنجي روشن خيال ۽ ترقي پسند سوچ سان اڳتي وڌي رهي آهي. ون يونٽ خلاف سنڌي ادبي سنگت جو تاريخي ڪردار رهيو آهي. سنڌي تعليم ۽ ٻوليءَ خلاف ٿيندڙ سازشن تي سنڌي ادبي سنگت ڀرپور جدوجهد هلائي آهي. ان طرح سنڌي ادبي سنگت لڳاتار سنڌي ادب، ٻوليءَ ۽ تهذيب جي بقا لاءِ جاکوڙيندي رهي آهي. سنگت جي پليٽ فارم تي سمورا روشن خيال قومپرست، جديد سوچ رکندڙ ۽ ترقي پسند اديب متحد آهن. سنگت جي تنقيدي اجلاسن ترقي پسند ادب جي واڌاري ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو آهي، اڄ سنڌ جو ترقي پسند جديد ادب پنهنجي اعليٰ انساني قدرن ۽ ترقي پسند فڪر ذريعي دنيا جي ادب ۾ پنهنجو خاص مقام رکي ٿو.

1965ع ڌاري پاڪستان جي سمورين قومن جي اديبن "عوامي ادبي انجمن" قائم ڪري ان جو منشور ڇاپيو هو. جنهن تي فيض احمد فيض، شيخ اياز، اجمل خٽڪ، محمد ابراهيم جويو، جوش مليح آبادي ۽ ٻين ترقي پسند اديبن جون صحيحون آهن. ان ئي دور ۾ شيخ اياز جي جڳ مشهور نظم "هي سنگرام... سامهون آ نارائڻ شيام" جي خلاف رجعت پسند اديبن مخالف ۽ تنقيد جو طوفان کڙو ڪيو. جنهن تي سنڌي ۽ اردو ترقي پسند اديبن هڪ پمفليٽ صحيحن سان جاري ڪري، شيخ اياز جو دفاع ڪيو هو. ان ئي دور ۾ رسول بخش پليجي "انڌا اونڌا ويڄ" ڪتاب ۽ غلام محمد گرامي "مشرقي شاعريءَ جا فني قدر ۽ رجحانات" مقالو لکي ترقي پسند ادب جو دفاع ڪيو هو.

پاڪستان جي ترقي پسند مصنفين 1986ع ۾ پهريون ڀيرو ڪراچيءَ ۾ ترقي پسند ڪانفرنس ڪوٺائي، پر ملڪ گير تنظيم جي جوڙجڪ نه ٿي سگهي. ڪجهه سالن کان پوءِ تازو پاڪستان جا ترقي پسند اديب ڪافي سرگرمي ڏيکاري رهيا آهن. ٻئي طرف سنڌي ادبي سنگت پنهنجي 100 کان وڌيڪ شاخن سميت سنڌي ادب جو ترقي پسند سفر جاري رکندي پئي اچي. سنڌي ادبي سنگت جي منشور جا بنيادي نڪتا هي آهن: "پاڪستان جي گڏيل ثقافتي ترقي، سمورين قومي ثقافتن تي مدار رکندڙ آهي. پاڪستان ڇئن قومن جو مجموعو آهي. اسان ادب جي افاديت ان جي سماجي اهميت ۽ عظيم انساني قدرن کي حاصل ڪرڻ لاءِ ان جي تاريخي اهميت کان بخوبي واقف آهيون. اسان ادب کي وندر ۽ ذهني عياشي نه، پر انسان جي ترقي ۽ عالمي امن کي حاصل ڪرڻ جو هڪ اهم ذريعو سمجهون ٿا. اسان کي سنڌي زبان جي عظيم ۽ منفرد ڪلاسيڪي ورثي تي فخر آهي. اسان سمجهون ٿا ته جديد دور جا اديب، پنهنجي ادبي ورثي جو اڀياس ڪري، پنهنجي شاندار روايتن کي ساڻ کڻي اڳتي وڌي سگهن ٿا. اسان دنيا ۾ هر قسم جي ڦرلٽ، ظلم ۽ زبان جي پابندين جا مخالف آهيون" وغيره.

ترقي پسند سنڌي ادب جي واڌاري ۽ سرجاءِ ۾ برڪت آزاد، ڪيرت ٻاٻاڻي، گوبند پنجابي، اي. جي. اتم، شيخ اياز، سوڀي گيانچنداڻي، گوبند مالهي، ارجن شاد، محمد ابراهيم جويو، رسول بخش پليجي، سراج، نورالدين سرڪي، امر جليل، احسان بدوي، موتي پرڪاش، موهن ڪلپنا، نياز همايوني، شمشيرالحيدري، تنوير عباسي، رشيد ڀٽي، امداد حسيني، مير محمد پيرزادي، عبدالحڪيم ارشد، علي بابا، تاج بلوچ، قاسم پٿر، انور پيرزادي، ف. م. لاشاري، بدر ابڙي ۽ ٻين اديبن جو وڏو ڪردار رهيو آهي. سندن ڪتاب ۽ تحريرون شاهد آهن ته سنڌي ادب هميشه ترقي پسند سوچ ۽ فڪر کي اڳتي وڌايو آهي.

**ترقي پسند فڪر**: جڏهن پُراڻ پسندي ۽ ڪٽر مذهبي خيالن جي رد ۾ روشن خياليءَ (Enlightenment) جنم ورتو، جنهن انساني حقن، آزادي، جمهوريت ۽ برابريءَ جي تصور کي مضبوط ڪيو. تڏهن ان نئين فڪر هيٺ انسان فوق البشر نظرين جي پيٽ ۾ فطري، عقلي ۽ دنيوي يا زميني نظرين کي اهميت ڏني. نئين فڪر جو، جيڪو يقيني ۽ پختو نتيجو نڪتو ان ترقيءَ (Progress) يا انساني رتبي جي واڌاري جو هڪ نئون نظريو ڏنو هن نظريي کي ترقيءَ جو نظريو (Doctrine of Progress) سڏيو ويو ۽ ان نظريي ۽ خيال تي ئي ترقي پسنديءَ (Progressiveness) ۽ ترقي پسند ادب (Progressive Literature) جا نظريا نهيا. ترقي پسند هئڻ لاءِ پنج ڳالهيون اهم سمجهيون ويون:

1. انسان جي عظمت ۽ تڪميل جو سوال ان جي زندگيءَ ۾، انساني ماحول اندر هن دنيا ۾ حل ٿيڻو آهي.
2. انسان ترقي ڪندڙ آهي ۽ هميشه بهتر کان بهتر ماحول ۽ نظام جي تلاش ۾ رهي ٿو.
3. هٺرادو ۽ غير فطري طريقن سان اڏيل ظالماڻو نظام هر حالت ۾ تباهه ٿيڻو آهي ۽ دنيوي طريقن سان انسان دوست نظام قائم ٿيڻو آهي.
4. انسان جي ترقيءَ جو راز بهتر وسيلن جي بهتر استعمال ۾ لڪل آهي.
5. سماجي ۽ اقتصادي حالتن کي جدا نه ٿو ڪري سگهجي.

هڪ ترقي پسند لاءِ ضروري آهي ته انهن پنجن ڳالهين سان اتفاق ڪندو هجي.

ترقي پسندي بنيادي طرح مارڪسي فڪر مان جنم ورتو ۽ ترقي پسند بنيادي طرح سوشلسٽ خيال رکن ٿا. جيڪي جدلياتي ماديت (Dialectical Materialism) تي يقين رکن ٿا. جدلياتي ماديت هڪ اهڙو فلسفو آهي، جنهن ۾ بقول اينگلس، تاريخ جو مادي نظريو ڪم ڪري رهيو آهي ۽ تاريخ جو مادي نظريو اهو آهي ته: "پيداوار ۽ ان سان گڏ پيداواري شين جي مٽا سٽا جي تنظيم ۽ ترتيب ۽ آرڊر جي تعمير ۾ ڪم ڪن ٿيون."

جن دانشورن هن نقطهٔ نظر جي پوئواري ڪئي، اهي ترقي پسند فڪر جا پوئلڳ سڏيا ويا. انهن جي ئي ڪوشش سان اڳتي هلي ترقي پسند تحريڪ جنم ورتو. جنهن 1933ع کان 1936ع واري دوُر ۾ منظم تحريڪ جي صورت اختيار ڪئي.

**ترقي پسند فڪر جو مطالعو** (ڪتاب): هي ڪتاب قربان علي بگٽيءَ جي تنقيدي مضمونن تي مشتمل آهي. جڏهن ته هن ڪتاب جو سهيڙيندڙ ڊاڪٽر عبدالجبار عابد لغاري آهي. هن ڪتاب ۾ سائين جي.ايم. سيد، محمد ابراهيم جويي، رسول بخش پليجي، سراج الحق ميمڻ، ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ ۽ ٽماهي مهراڻ جي ”گرامي نمبر“ تي سخت تنقيد ڪيل آهي. هن ڪتاب ۾ ترقي پسند تحريڪ جي مخالفت ڪندي، روايت پسندي ۽ مذهبي نقط نگاهه کان تنقيد ڪئي وئي آهي. هي ڪتاب سنڌ نيشنل اڪيڊمي ٽرسٽ حيدرآباد پاران آگسٽ 2000ع ۾ شايع ٿيو. ڪچي جلد سان، 380 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 125 روپيا آهي.

**ترقيءَ سنڌ مسلم** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب نامور عالم علي خان ابڙي جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 85 صفحا آهن ۽ قيمت چار آنا اٿس. ڇاپو پهريون. سنڌ مسلم ادبي سوسائٽيءَ، مسلم ادبي پريس، حيدرآباد، مان سال 1939ع ۾ ڇپيو.

**تُرڪ**: تاريخ ۾ ترڪ لفظ، سڀ کان اڳ ڇهين صدي عيسويءَ ۾، هڪ خانہ بدوش قوم سان منسوب ملي ٿو. انهيءَ صديءَ ۾ ترڪن هڪ طاقتور بدوي سلطنت قائم ڪئي، جيڪا منگوليا ۽ چين جي اُترينءَ سرحد کان وٺي ڪاري سمنڊ تائين پکڙيل هئي. هن سلطنت جو باني 552ع ۾ فوت ٿيو ته سندس پاءِ الهندي طرف ملڪ فتح ڪيا. ائين معلوم ٿئي ٿو ته ٻئي پاڻ، هڪٻئي کان جدا ۽ خودمختيار هئا. انهيءَ ڪري ٻنهي حڪومتن کي چين جي اتر وارن ترڪن ۽ اوڀر- اولهه وارن ترڪن جون حڪومتون چئي سگهجي ٿو. ان زماني ۾ ’سوئي‘ نالي چيني حڪمران اقتدار حاصل ڪري 581ع ۾ ٻنهي ترڪ حڪومتن کي زير ۽ زبر ڪري ڇڏيو. اُترينءَ ترڪي سلطنت جا ترڪ 682ع ۾ ٻيهر اقتدار حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا. اها حڪومت 744ع تائين قائم رهي. انهن قديم ترڪن جو پنهنجن اولهه ۽ اوڀر وارن خانہ بدوش ترڪن سان ڪهڙو تعلق هو، ان بابت اهو ثابت ڪرڻ جون ڪوششون پئي ٿيون آهن. يورپ ۾ ائين سمجهيو ويو آهي ته اهو ’قديم خانہ بدوش‘ قبيلو، خاص ڪري ’سٿيائي ترڪن‘ (Scythian) سان نسبتي تعلق رکندڙ آهي. ”هن (Hun) لوڪن“ جي زبان بابت تحقيق مان ثابت ٿيو آهي ته اُنهن جي زبان ”ترڪي“ هئي. قديم ترڪ قوم جي ڪتبن مطابق لفظ ”ترڪ“ ”برتريءَ“ جي معنيٰ ۾ ڪم آندو ويو آهي. اڳ غالباً ”ترڪ“ فقط هڪ قبيلي جو نالو هو، بلڪ ائين چئجي ته ”اهو هڪ حڪمران خاندان جو نالو“ هو. قرغيز به ترڪيءَ جو هڪ قبيلو هو، جنهن ابتدا (1840ع) ۾ ترڪن جي حڪومت جو خاتمو آڻي ڇڏيو. قرغيز ترڪي نسل وارين قومن مان آخري قوم هئي، جيڪا منگوليا ۾ آباد رهي. شهر ڪاشغر سندن علائقي ۾ هو. ممڪن آهي ته اوغوزيا ترڪمان (اِهي ٻَئي نالا 11 صديءَ کان ملن ٿا) سي انهن خانہ بندوش ايرانين جي اولاد مان هجن، جن ترڪ قوم جا طور طريقا اختيار ڪري ورتا هئا ۽ جن جي خاص سڃاڻپ چورس هٽ هئا. اوغوز ٻڌ ڌرم جا پوڄاري هئا ۽ بُتن جي پوڄا ڪندا هئا. تُرڪن ۾ عيسائيت به رائج هئي. قِرغيزِ، قِيچان، اوغوز، تُخسي، يَغما، چِگل، اغراق ۽ چرق قبيلن جون ٻوليون نج ترڪي هيون. ترڪماني زبان ان وقت به ترڪيءَ جي ٻين ٻولين کان گهٽيءَ حد تائين مختلف هئي.

جيتوڻيڪ هجرت جي اوائلي صدين ۾ ترڪي، حملي آورن جي خلاف بچاءَ واري جنگ کان سواءِ، ترڪ علائقي ۾ فوج ڪشي به ڪئي، تنهن هوندي به مسلمانن جي جنگي ڪاميابين جو ترڪن جي اسلام قبولڻ تي گهٽ اثر پيو. انهيءَ ڪري جو مسلمانن انهن اصول تي عمل ڪيو ته ”جيستائين توهان سان هو نٿا وڙهن، تيستائين توهين به ساڻن نہ وڙهو“ انهن ئي حالتن ۾ ترڪن دير سان اسلام قبول ڪيو.

وسيع معنيٰ ۾ هيءُ لفظ ترڪي، روس، چيني ترڪستان ۽ ايران جي ترڪي ٻولي ڳالهائيندڙ ماڻهن لاءِ وقف آهي. ترڪ، اوڀر سائيبريا کان وٺي دره دانيال تائين پکڙيل آهن. ۽ سندن پاڻ ۾ لاڳاپو صرف مذهبي ۽ لساني آهي. اڄ گهڻو ڪري سڀني ترڪن جو مذهب اسلام ۽ سندن ٻولي ترڪي آهي. اصل ترڪ غالباً اتر سائيبريا ۽ ترڪستان ۾ آباد هئا. پوءِ ڏکڻ ۽ اولهه طرف وڌندا ويا ۽ ايشيا ۾ ڪيترين سلطنتون قائم ڪيائون. اولهه ايشيا ۽ يورپ ۾ سلجوقين ۽ عثماني ترڪن جو اقتدار رهيو سلجوقين کي ايران ۾ ڏهين صديءَ ۾ عروج حاصل ٿيو. 1071ع ۾ بازنطيني بادشاهه کي شڪست ڏئي، پنهنجي سلطنت قائم ڪيائون ۽ صليبي لڙاين ۾ حصو ورتائون. سلجوقي سلطنت ٻارهينءَ صديءَ ۾ ٽڪرا ٽڪرا ٿي وئي، ۽ انهن رياستن تي تاتارين قبضو ڪيو عثمانين، عثمان (پهرئين) جي اڳواڻيءَ ۾، چوڏهينءَ صديءَ ۾، عظيم الشان عثماني سلطنت قائم ڪئي. موجوده ترڪيءَ جا ماڻهو ’عثماني ترڪ‘ سڏائيندا آهن.

**ترڪ**[2]: سنڌ ۾ تُرڪ ذات جا ماڻهو به موجود آهن. سمن جو هڪ قبيلو به پاڻ کي ترڪ سڏائيندو آهي. ٿي سگهي ٿو ته ڪنهن دور ۾، ترڪن ۽ سمن ۾ مٽي مائٽي ٿي هجي، تنهنڪري انهن جو پاڙو ئي ”تُرڪ سما“ سڏجڻ لڳو. سنڌ ۾ ڪيترا ’ترڪ‘ لوهارڪي ڌنڌي سان به وابستہ آهن. پر اهي مختلف ڌنڌا ۽ نوڪريون وغيره به ڪن ٿا. سنڌ يونيورسٽيءَ جو اڳوڻو رجسٽرار محمد حسين ترڪ به انهن مان هڪ هو. سندس فرزند اسلم ترڪ پولي ٽيڪنڪ ڪاليج، حيدرآباد جو پرنسپل رهيو ۽ تازو ئي ان رٽائر ڪيو اٿس.

**ترڪال سنڌيا وڏي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب اشوڪ ڪمار شرما جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 44 صفحا آهن. مهراج پنڊت گاگن لعل شرما، هيءُ ڪتاب امر پرنٽنگ پريس، سکرمان، سال 1937ع ۾ ڇپايو.

**ترڪ تال** (ڪتاب): هي سنڌي ٻوليءَ جي نامور ليکڪ، ڪهاڻيڪار، شاعر، براڊ ڪاسٽر ۽ ناٽڪ نويس هريڪانت جيٺواڻيءَ جو اصلوڪو ناٽڪ آهي، جنهن ۾ هڪ بديانت سياستدان حڪومت راءِ جو ذڪر آهي ۽ اهڙيءَ ريت هن سياسي ميدان ۾ ٿيندڙ خيانتن ۽ بدديانتين تي تکي تنقيد ڪئي آهي. ڊيمي سائيز جي 82 صفحن تي مشتمل هن ناٽڪ جي قيمت 60 روپيا آهي ۽ ان جو پهريون ڇاپو فيبروري 2001ع ۾ دهليءَ مان ڇپجي پڌرو ٿيو ۽ هن جي ڇپائيءَ ۾ سنڌي اڪيڊمي دهليءَ مالي مدد پڻ ڪئي آهي.

**ترڪمانستان** (Turkmensistan): هن ملڪ جو سرڪاري نالو جمهوريہ ترڪمانستان (Republic of Turkmenistan) ۽ پراڻو نالو ترڪمانيا آهي. ترڪمانستان جي لفظي معنيٰ آهي: ”ترڪمان ماڻهن جو ديس“. هي ملڪ وچ ايشيا ۾ آهي. هن جي اتر ۾ افغانستان ۽ ايران، اولهه ۾ ڪيسپئن (Caspian)

سمنڊ آهي. هن ملڪ جو وڏو علائقو ميداني آهي، جيڪو ڪاراڪرم رڻ ۽ آباد جهڳٽن تي ٻڌل آهي.

ترڪمانستان جي ڪل پکيڙ 488100 چورس ڪلوميٽر (188400 چورس ميل) ۽ آبادي 44 لک 36 هزار آهي. گاديءَ جو هنڌ اشڪ آباد (Ashkhabad) ۽ سڀ کان مٿانهون هنڌ جبل Ayrybaba (بلندي: 3137 ميٽر) آهي. هتان جي سرڪاري ٻولي ترڪماني (روسي) آهي ۽ موسم ايشيا جهڙي آهي، اهو وچ ايشيا جي گرم ترين ملڪن مان هڪ آهي. موسم بيحد خشڪ ۽ برساتون گهٽ پونديون آهن. ترڪمانستان جي مکيه زرعي پيداوار ڪپهه،




ڪڻڪ، ميوا، ڀاڄيون، چٽا، گدرا، هنداڻا، انگور، صوف ۽ نارنگيون آهن ۽ مکيه صنعتن ۾ پاڻ، ريشمي ۽ اوني ڪپڙو، چمڙو ۽ ان جون شيون آهن. ترڪمانستان جي آزاديءَ جو ڏهاڙو 27 آڪٽوبر 1991ع آهي ۽ گڏيل قومن جي اداري (UNO) جي ميمبرشپ 2 مارچ 1992ع کان آهي.

**ترڪن جون قبرون** (ماڳ): اسلامي دور جو قبرستان. بلوچستان جي سيرونا (ڪوئٽا) علائقي ۾ واقع آهي. هنن گهاڙين کي مقامي طور ترڪانا هديرا گهاڪ (Turka-na Hadiraghat) يا ترڪن جون قبرون سڏين ٿا. جيڪي ڳوٺ پونگي پرسان سيرونا کان 12 ميلن جي مفاصلي تي آهن. آسپاس اهڙين پٿر جي قبرن جا ٻيا ب ميڙ (Set) ب آهن، اهي ب اسلامي دور جا آهن. انهيءَ سان گڏ ٽي ٻين وڏين قبرن جا ٽي ميڙ آهن، جن کي ديون جون قبرون (Giants Graves) ڪري سڏين ٿا. اهي قبرون دڙن وانگر ٺهيل آهن.

**ترڪن جي بهادري** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب غلام محمد شاهواڻيءَ جو لکيل آهي. جنهن ۾ ترڪن جي بهادريءَ ۽ جدوجهد جو بيان آهي. ڊيمي سائيز واري ڪتاب جي هيءَ ڇاپي ۾ 40 صفحا آهن ۽ قيمت ڇه آنا ڏنل آهي. ڇاپو ٻيو. آر. ايچ. احمد اينڊ برادرس، مسلم ادبي پريس، حيدرآباد، مان سال 1956ع ۾ ڇپايو.




**ترڪٽا ترورا** (ڪتاب): هي نامور ليکڪا ريٽا شهاڻيءَ جو ناول آهي، جيڪو 130 صفحن تي مشتمل آهي، ان جو پهريون ڇاپو 2004ع ۾ سنڌي ٽائمز پبليڪيشن الهاس نگر ڀاران ڇپجي پڌرو ٿيو، جنهن جي قيمت 60 رپيا آهي. هن ناول جي ڪهاڻيءَ ۾ اظهار جي نئين ٽيڪنيڪ اختيار ڪئي وئي آهي، ناول جا ب مکيه ڪردار مرد ۽ عورت پنهنجي پنهنجي ڪهاڻي الڳ الڳ نموني سان پيش ڪن ٿا. ڪتاب ٻن ڀاڱن ۾ ورهايل آهي. ڪهاڻي مهاراشٽرا جي هڪ ساموندي ڳوٺ تي آڌاريل آهي. جيڪو هڪ رواجي سمنڊ جي ڪناري وارو ننڍو ڳوٺ آهي. ناول جو مکيه ڪردار هڪ سياسي شخص آهي. هيءَ ڪهاڻي انسان ۽ انسان جي نفسياتي رخ سان گهڻي لاڳاپيل آهي، پر آهي پريم ڪهاڻي. هن ناول جو مهاڳ مشهور نقاد لڇمڻ ڪومل لکيو آهي.

**ترڪو**: فوتيءَ جي ڇڏيل ملڪيت، ورثو ورثي ۾ آيل حصو (نقد، ڳهه، جائداد ۽ چوپايو مال وغيره). ميين عبدالرحيم گرهوڙيءَ جي ڪلام جو هڪڙو اهم موضوع اهو ب آهي ت فوتيءَ جي ڇڏيل ملڪيت جا شريعت موجب ڪير ڪير وارث ٿي سگهن ٿا. انهن مسئلن تي فيصلي واري انداز ۾ ڪيترن عالمن لکيو آهي، پر ميين عبدالرحيم گرهوڙيءَ تفصيل سان لکيو آهي.

**ترڪئي**: پٺاڻن جي هڪ ذات، جيڪي ترڪن جو اولاد آهن. اريا خيل، اتو خيل، بنگي خيل، جلوزئي، رنگوزئي، ساگري ۽ مير خيل هنن جا خاص پاڙا آهن.

**ترڪي** (Turkey): هن ملڪ جو سرڪاري نالو جمهوريہ ترڪي (Republic of Turkey) آهي. ترڪ قوم ۽ ترڪو ٽڪريءَ جي مناسبت سان هن کي ترڪيءَ جو نالو ڏنو ويو آهي. هي ڏکڻ اولهه ايشيا جو اهم ملڪ آهي. هن جي اتر ۾ بلغاريا ۽ ڪارو سمنڊ، اتر اوڀر ۾ جارجيا ۽ آرمينيا اوڀر ۾ ايران، ڏکڻ ۾ عراق ۽ شام، اولهه ۾ ايجيئين (Aegean) سمنڊ ۽ يونان آهن. ترڪي ايشيا ۽ يورپ جي پڇڙيءَ تي آهي. هن جي 95 سيڪڙو ايراضي ايشيا ۾ ۽ 5 سيڪڙو (9000 چورس ميل) يورپ ۾ آهي. ايشيائي ترڪيءَ کي ايناٽولو يا اناطوليا ۽ يورپي ترڪيءَ کي ٿريس (Thrace) چوندا آهن. ٻنهي جي وچ ۾ باسفورس گذرگاهه (لنگهه) آهي. 10 اپريل 1928ع تي ترڪيءَ جي حيثيت اسلامي حوالي سان ختم ڪندي




هڪ سيڪيولر رياست ۾ تبديل ڪئي وئي. عربي رسم الخط کي ختم ڪري رومن اسڪرپٽ جاري ڪيو ويو. 28 مارچ 1930ع تي قسطنطنيه جو نالو بدلائي استنبول رکيو ويو. هن وقت ترڪي آزاد ۽ خود مختيار جمهوريہ آهي، جتي مغربي طرز جو پارلياماني جمهوري نظام قائم آهي. صدر رياست جو مملڪتي سربراهه ۽ هٿيار بند فوج جو سپريم ڪمانڊر آهي. ترڪيءَ جي ڪل پکيڙ 779452 چورس ڪلوميٽر (300868 چورس ميل) ۽ آبادي 6 ڪروڙ 66 لک 20 هزار آهي. هتان جي سرڪاري ٻولي ترڪي آهي، جڏهن ت ڪردي ۽ عربي ٻوليون ٻڻ ڳالهايون وڃن ٿيون. ترڪيءَ جي گاديءَ جو هنڌ انقره (Ankara) آهي. هتان جي مکيه زرعي پيداوار ۾ تماڪ، ان، ڪپهه، مڪئي، ٽماٽا، انگور، پٽاٽا، جَوَ، ڪاري ڊاک، زيتون،

انجير، ميوا ۽ پاڇيون آهن ۽ مکيه صنعت ۾ لوهه، مشينري، ريشم، بوٽ، گاڏيون، فوڊ پروسيسنگ، فرنيچر، سيمينٽ، ڪاغذ، شيشو، عمارت سازي ۽ ڪيميائي شيون آهن. ترڪيءَ جي آزاديءَ جو ڏهاڙو 29 آڪٽوبر 1923ع آهي ۽ گڏيل قومن جي اداري (UNO) جي ميمبرشپ 24 آڪٽوبر 1945ع کان آهي.

**ترڪيار:** ضلعي ٿرپارڪر جي تعلقي ڏيپلي ۾ هڪ ديهه جو نالو. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڏيڙو، پانچاويري، سن اوڌ، تُرڪيار، وهاڙ حافظ، ٻپراڙيو، سينگاريو ۽ لياڪڙو شامل آهن.

**تَرڪيبَ:** گرامر جي اصطلاح موجب جملي ۾ هرهڪ لفظ جو قسم، جنس، حالت ۽ تعلق نروار ڪرڻ کي "ترڪيب ڪرڻ" چوندا آهن. جملن يا لفظن جي ترتيب، ترڪيب ڪرڻ ۾ شمار ٿئي ٿي.

**ترڪيب بند:** اهو نظم جنهن ۾ غزل يا قصيدي جهڙا گهٽ ۾ گهٽ پنج ۽ وڌ ۾ وڌ يارهن شعر مطلع سان گڏ هجن ۽ آخر ۾ هڪ ٻيو اهڙو هم قافيه بيت هجي، جنهن جو قافيو مٿين شعرن کان مختلف هجي ۽ ساڳيءَ طرح هر بند جي آخر ۾ مختلف بيت هجي ته اهڙي مجموعي کي ترڪيب بند چئبو آهي. مثال:

يا الاهي مومنن کي شاد ڪر،
هن غلاميءَ مان ڪيئي آزاد ڪري.

آڻ گلشن ۾ وري تازي بهار،
لطف سان سارو چمن آباد ڪر.

ٿي پوي پرزا قفس فرياد ٻڌ،
عندليبن کان پري صياد ڪر.

هاڻي اسان توکي وساريو آهه پر،
تون مگر پنهنجن ٻندن کي ياد ڪر.

چا ٻڌايان درد دل جو داستان،
تو اڳيان آهي حقيقت سڀ عيان.
(نظامي)

**ترڪيبي واٽ** (ڪتاب): هن ڪتاب جا لکندڙ اوڌن مل سترامداس سنڌاٿي ۽ جهمٽ راءِ منگهو مل گُلراجاڻي آهن. هن ڪتاب جو موضوع رياضي آهي. ڪراچيءَ جي تعليم کاتي طرفان هيءُ ڪتاب ڪمشنر ڪراچيءَ جي ڇاپخاني مان 1884ع ۾ ڇپيو. ڪتاب ۾ 50 صفحا آهن. ۽ قيمت 5 آنا ڄاڻايل آهي. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو 1894ع ۾ مرڪنٽائل پريس، ڪراچيءَ مان ڇپيو.

**تُرڪِي ٽوپي:** ٽوپيءَ جو هيءُ قسم، دراصل يونان کان ترڪن جي ملڪ ۾ پهتو، جيڪو يونان جي ثقافت جو حصو هو. بعد ۾ اها ترڪي ٽوپي سڏجڻ لڳي. جڏهن اها ٽوپي ترڪيءَ ۾ عام ٿي ته شرفاء توڙي حڪمرانن لاءِ ترڪي ٽوپي پائڻ ضروري ٿي پئي، جڏهن مصر به ترڪيءَ جي عثمانيه سلطنت جو حصو ليکجڻ ۾ آيو هو، تڏهن مصر ۾ به حاڪمن ۽ شرفاء لاءِ ترڪي ٽوپي لازمي قرار ڏني وئي هئي. جڏهن هندستان جي مسلمانن عثمانيه سلطنت جي فرمانروا مصطفيٰ ڪمال ۽ سندس پارٽيءَ کي بچائڻ لاءِ 'خلافت تحريڪ' شروع ڪئي ته ترڪن جي لباس سان گڏ ترڪي ٽوپي پائڻ جو رواج وڌيو. سلطنت عثمانيه جي خلافت کي بچائڻ ۾ انگريز ۽ يونانين به مسلمانن جا مددگار هئا. جڏهن مصطفيٰ ڪمال پاشا سلطنت عثمانيه جو خاتمو آندو ۽ سڄي ترڪيءَ مان غير ترڪن (انگريزن، يوناني ۽ روسين وغيره) کي شڪست ڏئي، هڪالي ڪڍي ڇڏيو، تڏهن ترڪي ٽوپيءَ کي به هن پنهنجي ملڪ مان نيڪالي ڏئي ڇڏي. ان کان پوءِ ترڪي ٽوپيءَ جو رواج فقط مصر، هندستان، سنڌ، يونان ۽ تيونس ۾ رهيو. هندستان جي مسلمانن به آهستي آهستي ترڪي ٽوپيءَ کي ترڪ ڪري، ان جي جاءِ تي 'جناح ڪئپ' پائڻ شروع ڪئي. مسلمانن جي يڪجهتيءَ جو سنڌ ۾ مظاهرو ڪرڻ لاءِ ترڪي ٽوپي استعمال ٿيندي هئي. جيڪا ٽن رنگن ۾ هوندي هئي: ناسي مائل هلڪي ڪاري، ناسي ۽ ڳاڙهي رنگ جي. هنن ٽوپين جا ٻه قسم هوندا هئا: هڪ ٽاٽ واري، ٻي بنا ٽاٽ جي. "شير گولو مارڪ" ٽوپي مضبوط ۽ سٺي ٽوپي ليکي ويندي هئي. سنڌ ۾ رئيس غلام محمد خان مهر ۽ رئيس غلام مصطفيٰ خان پرڳڙي آخر تائين ترڪي ٽوپي پائيندا هئا. پاڪستان جو مشهور سياستدان، نوابزادو نصرالله خان پڻ ترڪي ٽوپي پائيندو هو ۽ 'ترڪي ٽوپي' سندس سڃاڻپ رهي. (ڏسو: ٽوپي)

**ترڪيءَ ۾ چار مسافر** (ڪتاب): هي ڪتاب ناميارو تعليمدان پروفيسر ڊاڪٽر محبوب شيخ جي ترڪيءَ جي سفرنامي تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جو پيش لفظ محمد يعقوب مغل ۽ مهاڳ سنڌ جي نامور ليکڪ الطاف شيخ لکيو آهي. هن ڪتاب ۾ ڪل 30 باب شامل آهن جيڪي ترڪيءَ جي تاريخ، تعليم، نظام، ثقافت، رهڻي ڪهڻيءَ کي بيان ڪن ٿا. ڪتاب ۾ رنگين تصويرون پڻ شامل آهن. ڪتاب جو پهريون ڇاپو مئي 2009ع ۾ ۽ ٻيو ڇاپو جنوري 2010ع ۾ شايع ٿيو. ذڪر هيٺ آيل ڪتاب پوينٽ پبلشنگ هائوس نهايت ئي سهڻي انداز ۾ پڌرو ڪيو آهي. پڪي جلد سان، 140 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 200 روپيا آهي.




**تَرڪان** (ترخان): پنجاب جي واڍن جي ذات آهي (ڪتاب تواريخ ديره غازي خان، ص:120). ڪتاب "پنجاب ڪي ذاتين" صفحي 210 موجب "ترڪان"، ديري غازي خان جا جٽ آهن، جيڪي لوهه ۽ ڪاٺ جو ڪم ڪن ٿا. هنن جا خاص پاڙا آهن: بيگي خيل، تارا، جهانگرا، دمان، سٽا، سياون، ڪاٽي، گاوا، نيتال، ڏوگري ۽ صيقل گر.

**ترمچي باز/چِٽوو/ چيٽوو**:33 سينٽي ميٽر قد واري هن باز جي منڍي ناسي، ڳچي ۽ ڳل سفيد ۽ پٺيءَ جو رنگ نيرو سرمائي ٿئي ٿو. ان جي پيٽ ۽ پچ تي اڇيون ڪاريون ۽ سرمائي ليڪون هونديون آهن. گهاٽي وڻڪار بدران گهٽ وڻڪار وارن پاسن کي پسند ڪندو آهي. طبعيت ۾ چيڙاڪ ۽ بهادر شڪاري پکي آهي. پنهنجن نوڪدار پرن جي مدد سان تيز ۽ گهڻ پرواز ڪندو آهي. ننڍا پکي شڪار ڪندو آهي ۽ اڪثر جوڙي ۾ رهندو آهي.


ترمچي باز

**تِرمِذ**: روسي ترڪستان جو هڪ قديم شهر. قدامت جي لحاظ کان هيءُ شهر 2300 سال پراڻو آهي، جيڪو سڪندر يونانيءَ اڏايو هو. اسلامي فتوحات جي زماني ۾ ترمذ، ٻڌ مذهب وارن جو شهر هو. هن ۾ 12 ٻڌ اڳواڻ ۽ هڪ هزار ڀڪشو موجود هئا. ان وقت ترمذ هڪ وڏي حڪمران جي هٿ



هيٺ هو، جنهن جو نالو "تِرمذ شاهه" هو. ترمذ، آمو درياهه جي ڪپ سان، مضبوط قلعو هو. هيءُ هڪ اهم بندرگاهه پڻ هو، جتي ٻيڙيون ٺهنديون هيون ۽ ٻاهر به وينديون هيون. هن شهر جو صاحب به مشهور هو هتي ابو عبدالله محمد بن عليءَ جو مقبرو ڏسڻ وٽان آهي، جيڪو 15 صدي عيسويءَ ۾ تعمير ٿيو هو. پوءِ جو دور هن شهر جي بربادي ۽ تباهيءَ وارو دور هو. جنهن ۾ هي شهر انقلابن جي زير اثر ڊهندو ۽ ٺهندو رهيو. 70هه/690ع ۾، هن شهر کي موسيٰ بن عبدالله فتح ڪيو جنهن اسلامي حڪومت کان بغاوت ڪري 15 سال خودمختيار حڪومت ڪئي. 704هه/1304ع ۾ وري عثمان بن مسعود هن شهر کي فتح ڪري، اسلامي سلطنت ۾ شامل ڪيو.

**تِرمِذي**: مشهور عالم دين، محدث، حنفي فقيه ۽ صوفي ابو عبدالله محمد بن علي (وفات 285هه/ 898ع) ترمذ جو رهاڪو هو. ان کي هُو عُرف عام ۾ 'ترمذي' جي نالي سان مشهور آهي. هن عالم جون 30 تصنيفون قلمي حالت ۾ موجود آهن. هن پنهنجن ڪتابن ۾ مسئلن جو تفسير ۽ توضيح اهل سنت جي طريقي موجب ڪئي آهي. مثلاً: "نورِ محمديءَ جو ازل کان موجود هجڻ"، "آدميت جي حقيقت"، "ابجد جي 28 حرفن جو مُلهه"، "ملائڪن جو علم ۽ ولايت جو معيار". تصوف جي تاريخ ۾ به هي ئي واحد شخص آهي، جنهن صوفين جي طبقن تي سڀ کان پهريون ڪتاب لکيو. پر ان جو پتو اسان کي صرف اقتباسات جي ذريعي ملي ٿو. هيءُ ابن عربيءَ جو صحيح پيشرو آهي. ٽي سئو سال پوءِ ابن العربي (شيخ اڪبر) سندس تصنيفن جو غور سان مطالعو ڪري پنهنجي علم ۾ واڌارو ڪيو.

**تر-موري**: هندن جو هڪ وڏو ڏينهن. وچ سياري ۾ تر ۽ مورين ملائي کائڻ جي رسم ملهائڻ جو ڏينهن. ان ڏينهن کان پوءِ رات ننڍي ٿيڻ شروع ٿيندي آهي. مڪر سنسڪراتي تي سج ڏکڻ کان اتر طرف ويندو آهي، ان کي 'اُتراڻ' يا 'ترموري' چئبو آهي. اهو ڏينهن هندو ماڻهو ان طرح ملهائيندا آهن، جو ترن جا ٻوڙيندا ۽ تلشڪريون ٺاهي، ڏيئرن ۽ ڀينرن کي موڪليندا آهن. هي ڏڻ سنڌ ۾ اڄ به ملهايو ويندو آهي.

هندن جي جنتريءَ موجب ڪل ٻارهن راسيون آهن، جن کي سنڪرانتيون چئبو آهي، سج هر هڪ سنڪرانتيءَ ۾ هڪ مهينو رهي ٿو هنن ۾ مَڪر راس کان وٺي مٿن تائين ڇهن راسين کي "اُتراڻ" چئجي ٿو ۽ ڪرڪ راس کان وٺي ڌَن راس تائين ڇهن راسين کي "دَڪشڻاين" چئبو آهي. اُتراڻ (اُترائڻ) واريون ڇهه راسيون ديوتائن جو هڪ ڏينهن آهن ۽ دَڪشڻاين (ڏکڻ) واريون راسيون هڪ رات آهن. جڏهن مَڪر راس ۾ سج پرويش ڪري ٿو، انهيءَ ڏينهن کي اُتراڻ چئجي ٿو. هن ڏينهن تي ترن سان گڏ مُورين جو دان ڏنو ويندو آهي. جيئن ٻڌايو ويو آهي ته اُتراڻ واريون ڇهه راسيون ديوتائن جو هڪ ڏينهن آهن. هندن جي شاسترن موجب جيڪو اِنسان اُتراڻ وارين راسين ۾ مري ٿو، اُهو ديوَ لوڪ (سرڳ/ بهشت) ڏانهن وڃي ٿو. اهو ئي ڪارڻ آهي جو ڀيشم پتامهه 'ڪُروڪيتر' جي لڙائيءَ ۾ گهايل ٿي، تيرن جي سيج تي اتراڻ شروع ٿيڻ تائين پيو رهيو.

**تر مٺڻ**: شاديءَ جي موقعي جي هڪ رسم. سانت/ سنوڻ گهوٽ ۽ ڪنوار جي اڳيان ترن جو پريل ٿالهه رکي، ان ۾ ڪارڪون وڌيون وينديون آهن. پوءِ ڪنوار ان مان ٻُڪ ڀري، گهوٽ جي ٻُڪ ۾ لاهيندي آهي ۽ گهوٽ، ٻُڪ ڀري، ڪنوار جي ٻُڪ ۾ وجهندو آهي. اهو عمل ٽي يا ٽن کان وڌيڪ ڀيرا ڪبو آهي. سنڌ جي ڪن علائقن ۾ ترن بدران چانورن جو ٿالهه ڀري رکيو ويندو آهي. ترن مٺڻ وقت عورتون 'سانت ڳيا' چونديون آهن. مثال طور: "جيترا تر مٺيندي، اوترا پُٽ ڄڻيندي!."

**ترم ياترا (ڪتاب)**: "ترم ياترا" ڪتاب، سنڌ جي نالي واري دانشور ۽ قومپرست سياستدان عبدالواحد آريسر جي جيل جي يادگيرين تي مشتمل ڊائري آهي، جيڪو جيل هن ذوالفقار علي ڀٽي جي دور ۾ ڪاٽيو هو. هن ڪتاب جو انتساب سائين 'جي.ايم. سيد' جي نالي ڪيو ويو آهي. ڪچي جلد سان ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب کي پنيور اشاعت گهر حيدرآباد پاران 1985ع ۾ شايع ڪري پڌرو ڪيو ويو آهي. 145 صفحن تي ٻڌل هن ڪتاب جي قيمت 20 رپيا آهي.




**تُرَنجُ**: هڪ ميوو، جنهن جا ٻه قسم ٿين: هڪ ننڍو ترنج، جنهن جي وڻ جا پن ڪارا ٿين ۽ ٻيو وڏو ترنج، جنهن کي "بالنگ" به چوندا آهن. ٻئي خوشبودار ٿين. سواد ڪڙو ۽ ٿرش، حڪيمن موجب مزاج سرد، گل گرم ۽


ترنج

خشڪ ۽ ٻن سَنها ٿين. ترنج نارنگيءَ کان ڪجهه وڏو، ڳاڙهي ڪل سان، ٻن قسمن (کٽي مٺي ذائقي) وارو ٿيندو آهي. دل ۽ دماغ کي فرحت ڏئي ٿو.

**ترنجبين:** هڪ قسم جو پساري وکر آهي، جيڪو ماڪ وانگر ڪنڊن وارن وڻن تي پوندو آهي، ۽ مُستيءَ يا کنڊ جي ڳوڙهن وانگر دانا دانا ٿي پوندو آهي. ذائقي ۾ مِٺو ٿيندو آهي. سنڌ ۾ ترنجبين اڪثر ڪانڊيري يا لئي جي ٻنن تي ڳاڙهين ڳوڙهين جي صورت ۾ لڀندو آهي. هن کي ڳوڙن ۾ شَڪَرجون ٿا.

**ترنڊڙ بادل** (ڪتاب): سنڌي ٻوليءَ جي برک ڪهاڻيڪار ڪرشن کٽواڻيءَ جو هيءُ ناول، انڊين انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، آديپور، گانڌيڌام (ڪڇ) پاران 1998ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو. ڊيمي سائيز جي 204 صفحن تي مشتمل هن ناول جي قيمت 100 رپيا آهي. ڪرشن کٽواڻيءَ، پنهنجو هيءُ ناول، پنهنجن ٻن دوستن ۽ انقلابين کي هنن لفظن سان منسوب ڪيو آهي:

"حشو ڪيولراماڻيءَ ۽ سوڀي گيانچنداڻيءَ جي نالي، جن سنڌ کي بيحد پيار ڪيو."

ڪتاب جو مهاڳ لکندڙ لکمي کلاڻيءَ، هن ناول کي ڪرشن کٽواڻيءَ جي 50 سالن جي ادبي زندگيءَ جي هڪ شاهڪار تخليق سڏيو آهي. ناول جو مکيه ڪردار 'هيمر'، ڪرشن کٽواڻيءَ جي پنهنجي ذهني سوچ ۽ تجربن جي مٽيءَ مان خلقيل هڪ انوکو ڪردار آهي. ناول جو هي ڪردار ترنڊڙ بادل وانگر رولاڪ طبيعت وارو آزاد انسان آهي، جنهن کي قدرت جي مشاهدن مان ئي سچ کان وڌيڪ سڪون حاصل ٿئي ٿو ۽ هو پاڻ کي ڪن بہ سنساري بندشن ۾ جڪڙي رکڻ نہ ٿو چاهي. ناول جي مکيه عورت ڪردار 'سجاتا'، ڪائنات جو مجسم روپ آهي. هر سنگتراش/ چترڪار، ڪيس پنهنجو ماڊل بڻائي، جدا جدا رُخن کان سندس سونهن کي اُجاگر ڪيو آهي. زندگيءَ جي ڊوڙ ۾ ٿڪل هارايل هيمر، ڪي پل سندس آغوش ۾ آسائشي ٿي، نوينوٽي وجي ٿو ۽ زندگيءَ سان وري نئين سر ڊوبدو ٿيڻ لاءِ پنهنجي اندر ۾ حوصلو محسوس ڪري ٿو ناول جو ٻيون ڪردار نيلم، هڪ ذهين سنڌي ڇوڪري آهي، جنهن جي ٻلٻر پيءُ جي گهر ۾ سنڌي نہ پر انگريزي ڳالهائي ويندي آهي. هن ناول جي اهم ڪردار 'هيمر' کي پنهنجي ذهني سفر دوران اندازو ٿئي ٿو تہ انسان جو ازلي ناتو رڳو پنهنجيءَ ڌرتيءَ سان آهي، ٻيا سڀ ناتا عارضي آهن. هن ناول ۾ ڪرشن کٽواڻيءَ، ورهاڱي جي شڪار ٿيل سنڌين کي پنهنجي اندر ۾ جهاتي پائي پاڻ سڃاڻڻ لاءِ آرسي ڏيکاري آهي.

**ترنگ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب روچيرام گنگارام سڏائيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 27 صفحا آهن ۽ قيمت 3 آنا رکيل آهي. جنهن جو پهريون ڇاپو سال 1940ع ۾ ڇپيو.

**ترنگ جو تيرٿ:** مشهور عالم، اديب، سياستدان ۽ صوفي منش ڄيٺمل پرسرام جي ڊائري "ترنگ جو تيرٿ" انگريز دور ۾ سنڌي ٻوليءَ جي لکيل پهرين جيل ڊائري آهي، جڏهن 30 مارچ 1919ع تي دهليءَ ۾ رولٽ ايڪٽ خلاف مهاتما گانڌيءَ جي اپيل تي سڄي هندستان ۾، دهلي سميت مظاهرا ٿيا هئا تہ دهلي جي چانڊني چوڪ ۾ عوامي جلوس تي انگريز جنرل اوڊاير فائرنگ ڪرائي هئي، جنهن ۾ ڪيترا احتجاجي ماڻهو شهيد ٿيا هئا. ان واقعي خلاف سنڌ جي بهادر صحافي ڄيٺمل پرسرام ايڊيٽر جي حيثيت ۾ "هند واسي" اخبار حيدرآباد ۾ شاهه لطيف هيٺين بيت جي عنوان سان ايڊيٽوريل لکيو هو:

اکيان اڏين وٽ، پوين سر سباهيا

ان ايڊيٽوريل جي سخت ٻوليءَ تي مجرجي ان وقت جي ايڊيشنل سٽي مئجسٽريٽ ايچ. ٽي. سورلي ڪيس چار سال قيد جي سزا ڏني. جيڪا بعد ۾ ٻن سالن جي قيد ۾ تبديل ٿي هئي. قيد دوران ڄيٺمل پرسرام "ترنگ جو تيرٿ" جي عنوان سان جيل ڊائري تحرير ڪئي جيڪا آزاد ٿيڻ کان پوءِ هن ڇپرائي هئي.

خوشقسمتيءَ سان اها ڊائري (ڪتاب) سائين جي. ايم. سيد جي لائبريري ۾ موجود هئي، جنهن جي فوٽو ڪاپي هٿ ڪري سنڌي ٻوليءَ جي ناميارن اديب مدد علي سنڌيءَ ان ڊائري کي ڄيٺمل پرسرام جي سوانح احوال، تصنيفن ۽ سندس حيدرآباد واري گهرءَ هند واسي اخبار جي دفتر وغيره جي تصويرن سميت ترتيب ڏئي اشاعت لائق بڻايو هو. پر افسوس جو ان ڊائريءَ جو هي وڌايل سڌاريل ايڊيشن شايع نہ ٿيو آهي.

**تروٽ، جارج بُوٽ، ڪرنل:** جارج بوٽ تروٽ برطانيا جو رهاڪو هو ۽ سنڌ ۾ انگريزن جو ڪرنل ٿي رهيو هو 1830ع ۾ پيدا ٿيو 1847ع ۾ 17 سالن جي عمر ۾ برطانيا جو سپاهي ٿي هندستان آيو هن تمام جلدي ترقي ڪئي ۽ 1857ع جي جنگ آزاديءَ دوران هو انگريز سرڪار جو سنڌ مٿان پوليٽيڪل سپرنٽينڊنٽ (Political Superentendent) هو 1843ع ۾ جڏهن ميرن کان سنڌ فتح ڪئي وئي تہ انگريز سرڪار پنهنجا عملدار ڊار ڊار هنڌن تي مقرر ڪيا. پارڪر تي پهريون ايجنٽ ڪئپٽن اسٽئلي ريڪس آيو ۽ ٻيو ايجنٽ تروٽ آيو. جنهن انتظامي حوالي سان 1856ع ۾ پارڪر کي حيدرآباد ضلعي سان ملائي ڇڏيو ۽ آفيم تي ٽئڪس ۽ ٻنين تي ڍل لاڳو ڪئي. جنهن کي پارڪر جي سوڍن ۽ ڪولهين نہ مڃيو ۽ باغي ٿي پيا. ٽيڪس جي وصوليءَ لاءِ تروٽ، ڏيئو مل کي مختيارڪار مقرر ڪري ننگرپارڪر موڪليو. پر سوڍا ۽ ڪوسا پنهنجي هوڏ تي قائم رهيا. نيٺ انگريزن ۽ سوڍن وچ ۾ لڙائي لڳي. جنهن ۾ پوڊيسر جو راڻو ڪرڻجي ۽ سندس سائي ڪارونجهر ٽپي، ڪڇ طرف هليا ويا. هڪ دفعو وري پارڪر جي راڻي ڪرڻجي، سندس ڀاءُ پوپٽ سنگهه، ويراواهه جي راڻي لاڌو سنگهه ۽ ٻين سوڍن، راڻن ۽ ٻين ڪولهين روپلي ڪولهيءَ جي سربراهيءَ ۾ 15 اپريل 1859ع تي انگريزن خلاف بغاوت شروع ڪئي. جڏهن اها خبر حيدرآباد ۾ ڪرنل تروٽ کي پئي تہ هو عمرڪوٽ، اسلام ڪوٽ ۽ ترجي ٻين انگريزن جي وفادار راڻن ۽ ٻين شخصيتن کي ساڻ ڪري ننگرپارڪر ويو پوڊيسر جا ڪجهه ٺڪر بہ تروٽ سان شامل ٿي ويا ۽ هلي راڻپور وارن جا گهٽ گهيڙ ڏيکاريائون.



ڪلجي ۽ لاڏو سنگهه ٻنهي ڀائرن تروٽ جو وڏي بهادريءَ سان مقابلو ڪيو. ان دوران راڻي ڪلجيءَ ڪارونجهر سان قول ڪيا هئا ته "تو ڪي رت سان رڱينداسون، مرنداسون، پر تو ڪي نه ڇڏينداسون." ان پسمنظر ۾ چندي داس پاڻ هڪ دوهو سرجيو:

"ڪارونجهر رِي ڪور، مريئين ته ٻه ميلهيئن نهين"

(مري وينداسون، ته به ڪارونجهر جي ڪور نه ڇڏينداسون.)

جنگ ۾ راڻو ڪلجي زخمي ٿي پيو ۽ ڪارونجهر کي رت جا ڇنڊا هڻي قول پاڙيائين. نيٺ ڪلجي سرزمين جو سٽ بچائيندي شهيد ٿي ويو ۽ سندس ڀاءُ لاڏوسنگهه قيد ٿي ويو.

لاڏوسنگهه جو پٽ اڏيسنگهه گجرات ۾ پنهنجي پرٽايل پيڻ ڪي ڏسڻ لاءِ ويل هو. سندس پيڻ اِن واقعي جي خبر ٻڌي ڪيس چوائي موڪليو ته "لاڏوسنگهه جيل ۾ قيد آهي ۽ ڪلجي مارجي ويو آهي ۽ تون اجا آفيم ڪائڻ ۾ پورو آهين" اهو مهڻو ٻڌي اڏيسنگهه اتان ماڻهو ساڻ ڪري ننگرپارڪر ۾ 15 اپريل 1859ع تي چوڏهينءَ جي سهائي رات جو ڪولهين ۽ راڻن سان گڏجي انگريزن تي حملو ڪيو، جنهن ۾ ڪيترائي انگريز سپاهي مارجي ويا. ڪي وڃهه وني پڳا. تروٽ جان بچائڻ لاءِ پورٽواهه ڳوٺ ۾ لاڏي مينگهواڙ جي گهر ۾ پيل چوڙن/ چمڙي هيٺيان وڃي لڪو. هوڏانهن اڏيسنگهه جيل مان راڻي لاڏوسنگهه ۽ سندس ساٿين کي آزاد ڪرايو.

ان واقعي تي عوامي دوها ملن ٿا:

اُڏيسنگهه آيو اوچتو، پورو پڄايو،

ڪَرَ پوري را ڪنپيا، لاڏي لڪايو.

(اُڏيسنگهه جي اوچتي حملي تي پوري (تروٽ) پاڃ ڪاڏي، سندس هٿ ڏڪڻ لڳا ۽ لاڏي (موچيءَ) جي گهروجي نڪتو جنهن ڪيس (چمڙي هيٺان) لڪايو.)

اهڙيءَ ريت سوڍن ۽ ڪولهين اڏيسنگهه ۽ روپلي جي اڳواڻيءَ ۾ ننگرپارڪر تي ٻيهر قبضو ڪري ورتو. سوڍا ۽ ڪولهي انهيءَ سوڀ تي ٻي اونا ٿي، جاڻن ڪي گهرائي دوها ۽ چند ڳارائڻ لڳا. راڻن ۽ ڪولهين جي غفلت ڏسي ڏيسا ڏانهن پهچي ويل انگريز فوجين گڏ ٿي ننگرپارڪر شهر ڪان ڏکڻ طرف راڻاسر تلاءَ ويجهو خيما اچي کوڙيا. هوڏانهن ڪرنل تروٽ حيدرآباد پهچي ڪرنل ايونس ڪان فوج تيار ڪرائي، واپس پوڏيسر تي اچي حملو ڪيو ۽ ننگرپارڪر شهر کي گهيرو ڪري توبن جا ٺڪاءَ ڪيائين. چوڌرف حملا شروع ٿي ويا. حملن ۾ ڪلجي سوڍو مارجي ويو. لاڏوسنگهه قيد ٿيو ۽ راڻپور جو راڻي ڪرڻ جي ٻارن ٻچن سميت روپلي ڪولهيءَ سان گڏ ڪارونجهر جبل ۾ وڃي پناهه ورتي، تروٽ توبن سان راڻي چندن جو ٺهرايل 'چندن گڍ' (قلعو) اُڏائي ڇڏيو ۽ پارڪر تي قبضو ڪري ورتو.

راڻي ڪرڻجي ۽ روپلي ڪولهيءَ کي هٿ ڪرڻ لاءِ تروٽ رشوتون ۽ لالچون ڏئي ڪاسبي جي سيٺ مهاوجي (واڻيي)، ساڙدري مندر جي رکوالي ٻائي هنس پُريءَ لاڏو مينگهواڙ کي راضي ڪري ورتو. جن روپلي ڪولهيءَ جو ڏس ڏنو ۽ انگريز فوج ڪارونجهر ۾ هڪ کوهه مان پاڻي ڀريندي ڪيس گرفتار ڪري ورتو.

تروٽ، روپلي کي ڪيترين لالچون آڇيون ته راڻي ڪرڻجيءَ جو ڏس پتو ٻڌائي ته ڪٽي لڪل آهي. پر هن نابري واري، جنهن تي تروٽ، روپلي جي هٿن جي ترين تي ڪپهه رکي ڏيئا ٻارايا، پر هن آڻ نه مڃي، هن آزاديءَ جي پرواني پنهنجي اٽل جذبي ۽ بهادريءَ کي قائم رکيو. آخرڪار تروٽ، پنهنجن خاص مددگارن سان 21 جون 1859ع جي شام جو ننگرپارڪر شهر کان اوڀر-ڏکڻ طرف سوئي گام ڏانهن ويندڙ رستي پرسان ٻبرجي وڻ ۾ اتر طرف هڪ جهڪيل ٽار ۾، روپلي کي ڦاسي ڏني. روپلي جي شهادت ڪانپوءِ راڻي ڪرڻجي تروٽ اڳيان هٿيار ڦٽا ڪيا.

ننگرپارڪر شهر جي ڏکڻ ۾ ڪارونجهر جي ٽڪريءَ تي سندس نالي پوپان هڪ يادگار موجود آهي، جنهن کي 'تروٽ جو ٽلهو' سڏيندا آهن.

تروٽ 1873ع ڌاري سنڌ ڇڏي واپس لنڊن روانو ٿيو ۽ 1875ع ۾ وفات ڪري ويو.

**ترورا** (ڪتاب): هي ڪتاب ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ جي ادبي مضمونن، خاڪن، يادگيرين ۽ ننڍن سفرنامن تي مشتمل آهي، جيڪو سهڻي پبليڪيشن حيدرآباد پاران جون 1988ع ۾ شايع ڪرايو ويو. ڪچي جلد ۾، 212 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 30 روپيا آهي. هن ڪتاب ۾ جديد سنڌي شاعريءَ جي صنفن نظم، آزاد نظم ۽ هائيڪو تي مفصل بحث ٿيل آهي. ان ڪان سواءِ ڪجهه ادبي ۽ سماجي شخصيتن جا خاڪا به آهن ۽ آخر ۾ يورپ ۽ دبئيءَ جا سفرناما ڏنل آهن.




**ترورا/ ترورو**: روشنيءَ جا ڪِرڻا. سج جي روشنيءَ جا ڪرڻا. سج مان روشنيءَ جا ذرا (ڪرڻا) هر وقت خارج ٿيندا رهن ٿا؛ اسان ڪرڻن جي انهن مجموعن کي 'اُس' سمجهندا آهيون.

**تروڪڙي**: اُهو نشان، جيڪو جسم جي ڪنهن به حصي تي، سونهن سوڀيا خاطر سُئيءَ سان ڏِبي ٿاهجي. عام طرح عورتون پنهنجي جسم تي سونهن خاطر تلوڪڙيون ٺهرائينديون آهن. تلوڪڙيون ٺاهڻ جي ترڪيب هن طرح آهي: سُئيءَ سان پيشانيءَ، ڳل، ڪاڏيءَ، ٻانهن، هٿ يا جسم جي ڪنهن نمايان هنڌ تي، چُڳهه چُڳهه ڪري، انهن چُڳهن ۾ سُرمو، ڳاڙهو يا نيرو رنگ ڀري ڇڏبو آهي. ٺورن ئي ڏينهن ۾ تلوڪڙيون ڀرجي وينديون ۽ رنگين نشان ظاهر ٿي پوندا آهن ۽ اهي مرڻ گهڙي تائين نه ڌهندا آهن. شاهه لطيف به تروڪڙيون' لفظ ڪم آندو آهي:



تارا، تر، تروڪڙيون، مٽن ڦلڙيون،

ڪوءِ سي راتڙيون، جي پرينءَ ڏاران پيئڙيون!

تروڪڙيءَ کي تلوڪڙي يا ڏينيوڙي به چوندا آهن. تروڪڙين جو رواج ڪولهين ۽ جوڳين ۾ گهٽو آهي. اڄڪلهه ڪيترن ئي ملڪن ۾ جديد اوزارن ذريعي عورتون توڙي مرد پنهنجي ٻانهن، هٿن ۽ ڇهري تي ان قسم جا نشان ٺهرائين ٿا، جن کي ٽاٽوز (Tattooes) چون ٿا. جيڪو مرحلو ايذائيندڙ به هوندو آهي پر اهي نشان اڻ مٽ هوندا آهن. ڊاڪٽرن جي چوڻ موجب مختلف قسم جي چمڙي وارن انسانن لاءِ اهو عمل سٺو ناهي،

جڏهن ته ساڳئي اوزار سان نشان ڏهرائيندڙن کي هڪ ٻئي جي رت مان منتقل ٿيندڙ بيماريون پڻ ٿي سگهن ٿيون. جيئن ايڊز، هيپاٽائٽس سي ۽ بي وغيره.

**ترون/ تربيني** (راڳڻي): هي پوربي ٺاٽ جي ڪاڊو راڳڻي آهي. مڌم جو سر ورج آهي. هيءَ راڳڻي سريراڳ جي انگ ۾ ڳائبي آهي. هن ۾ گنڌار ۽ پنچم جي سنگت رهي ٿي. ڪن وٽ هي ماروا ٺاٽ جي راڳڻي مڃيل آهي. سريراڳ ۽ هن ۾ فرق هي آهي ته هن جي آروهيءَ ۾ گنڌار ۽ ڌيوت ڪونه آهن. امروهي سمپورن آهي، يعني ترون ڪاڊو راڳڻي آهي. سريراڳ اوڊو سمپورن آهي، چترپنڊت هن کي شام جي راڳڻي لکي ٿو ۽ ان جو وادي سر پنچم آهي.

هن جي خاص تان: را را سا- سا را گي را سا- ني را گي را- گي پا گي را گي را سا آهي. آروهي: سا را گي پا ڏا ني سَا ۽ امروهي: سا ني ڏا پا گي را سا. جڏهن ته وادي سُر: رکب (ڪن وٽ پنچم) ۽ سموادي سُر: ڪرج آهي. هن راڳڻي جي ڳائڻ جو وقت شام آهي.

**تروٽي**: سڪر ضلعي جي تعلقي روهڙيءَ ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان نَوَ ڳوٺ موجود آهن: شيرخان پنيرو، رتو پنيرو، ولو پنيرو، سُرتيو پنيرو، تاج محمد شنباٽي، ترِوٽي، قادربخش، الهرکيو ۽ صابر. هن نالي واري ڳوٺ ۾ 500 جي لڳ ڀڳ ماڻهو آباد آهن.

**تروينيُ/تروِيٽي**: هيءَ شعري صنف هندوستان جي مشهور شاعر گلزار، پنهنجي ڪتاب "چاند پکراج ڪا" ۾ متعارف ڪرائي آهي ۽ ان کي "تروينيُ" جو نالو ڏنو اٿس. سنڌيءَ ۾ هيءَ صنف نوجوان شاعر عامر سيال جي ڪتاب "سمنڊ اکين ۾" عنوان سان ملي ٿي. هن صنف تي ٻين شاعرن به طبع آزمائي ڪئي آهي. جڏهن ته نالي واري شاعر آثم ناٿن شاهيءَ هن صنف کي "ٽه سريون" جو نالو ڏنو آهي. هن صنف ۾ رديف ۽ قافين جي پابندي ڪانهي. 'تروينيُ' ڪنهن به وزن تي لکي سگهجي ٿي. هن ۾ پابندي صرف اها آهي ته ڪنهن به وزن تي لکجي، ٽنهي سٽن/مصرعن ۾ ساڳئي وزن جا رڪن هڪ جيترا هجن. مثال:

ڏينهن جڻ انتظار ويو ٻڌجي،
صبح مان شام ٿي وئي آهي،
ڪيرايندو جو گهر سجايو ٿئي!
(عامر سيال)

**تَرَهَٽ**: پاڄاريءَ جي هيٺين ڪانيءَ کي ترهٽ چئبو آهي، ان کي 'ٽنيري' به چوندا آهن.

**تُري**: اها گهوڙي جيڪا هلڻ جي تکڙي هجي، ان کي تري چوندا آهن.

**تِري** (Spleen): تري لعابي رڳن جو وڏو عضوو (Vascular Lymphatic Organ) آهي، جيڪا انسان جي رت جي رڳن واري سرشتي سان ڳنڍيل آهي. ٻار جڏهن ابا ڳڀيرڻ ۾ ڇهن هفتن جو ڳڀ "Embryo" هوندو آهي ته ان وقت کان تري ٺهڻ شروع ٿيندي آهي. تري لڳ ڀڳ بيضوي شڪل جي ۽ قرمچي (ارغواني) رنگ جي ٿئي ٿي. تري انساني پانڊي جي هيٺان کابي پاسي جي نائين کان يارهين پاسرائين وٽ، پيٽ جي مشڪي ته "Diaphragm" جي هيٺيان معدي جي تري (Fundus) ۽ پيٽ جي (خال) جي وچ ۾ ٿئي ٿي. تريءَ جي شريان، معدي جي چار ڏانديون Hilum ٿين ٿيون. جيڪي ڏانديون اصل ۾ تريءَ جي هيٺئين پاسي تريءَ جي نس،

تريءَ جون پنهنجون اندريون رڳون ۽ رت جو ناڙيون هونديون آهن. تريءَ ۾ ٻن قسمن جي ڳر "Pulp" ٿئي ٿي، هڪ اڇي ۽ ٻي ڳاڙهي. اڇي ڳر ۾ اڇي رنگ جون لعابي ڳوڙهيون "Lymph Nodes" ڇڳڻ جي صورت ۾ هونديون آهن ۽ ناقص لعابي اوڃا هوندا آهن. تنهن کان سواءِ هن ئي ڳر ۾ لعابي جيو گهرڙا، زهريلن ۽ ڪيميائي مادن ۽ جيوڙن کي ڳهندڙ جيو گهرڙا (Macrophagus) ۽ بدن ۾ زهريلن جيوڙن جي خلاف وڙهندڙ (مدافعتي) قوت پيدا ڪندڙ جيو گهرڙا (Antibodies Lymphocytes) پڻ هوندا آهن. جڏهن ته ڳاڙهي ڳر ۾ رت جا ناقص ڳاڙها جزا هوندا آهن. جيڪي تريءَ ۾ صاف ٿيڻ (Filter) لاءِ هتي ايندا آهن. ڪجهه رت جون




ناڙيون ۽ تريءَ جا پنهنجا تاندورا (Fibrins) هوندا آهن. هونءَ ته تري جي ماپ ۽ تور عمر جي حساب سان الڳ الڳ هوندي آهي، پر نوجوان ماڻهن ۾ تري سراسري طور 7 سينٽي ميٽر (يعني 3 انچ) ويڪري، 12 سينٽي ميٽر (يعني 5 انچ) ڊگهي، 2½ سينٽي ميٽر (1 انچ) ٿلهي ۽ 200 گرام وزني ٿيندي آهي.

**تريءَ جو فعل (Functions)**: 1. جڏهن ٻار ماءُ جي پيٽ ۾ ڪچو ڪچو (Foetus) هوندو آهي ته سندس مهڙ وارن پنجن مهينن تائين ٻار جي رت ٺهڻ جو عمل Haemopoises تريءَ ۽ جيري ۾ ٿيندو آهي. 2. عام طرح سان رت جي ڳاڙهن جزن (Erythrocytes RBC) جي عمر 120 ڏينهن هوندي آهي، تنهن ڪانپوءِ رت جا اهي ڳاڙها جزا ناقص بڻجي صاف ٿيڻ لاءِ Filter ٿي اچي، تريءَ ۾ گڏ ٿيندا آهن ۽ اهو عمل هر هڪ انسان جي زندگيءَ ۾ هڪ منٽ ۾ ڪيترا هزار ڀيرا ٿيندو آهي. تري ٻهرائين ته انهيءَ ناقص رت جي ڳاڙهن جزن مان جيوڙن کي ڳڙڪائيندڙ (Phagocyte) عمل هيٺ زهريلن ۽ غير ضروري مادن کي ڳهي ناس ڪري ڇڏيندي آهي، پوءِ انهن رت جي ڳاڙهن جزن کي ڌار ڪري لاڳاپيل عضون ڏي امائيندي آهي. انهن رت جي ڳاڙهن جزن ۾ سندس بنيادي مرڪب هيموگلوبن (Haemoglobin) به هوندو آهي. هاڻي تري انهيءَ هيموگلوبن کي ٻن حصن ۾ ورهائيندي آهي. هڪ حصو هيم (Haem) آهي، جنهن کي تري اڃا به ٻن حصن ۾ ورهائيندي آهي. هيم (Haem) جي، جنهن حصي ۾ آئرن (فولاد) هوندو آهي، انهيءَ کي ران ۽ پنيءَ جي ڊگهن هڏن "Femur" ۽ "Febula" ڏي موڪليندي آهي. جتي آئرن وچي ڳاڙهي مک (Red Bone Marrow) سان گڏبو آهي ۽ هيم جي ٻئي باقي بچيل حصي کي تري بريليروبن کي (Brillirubin Key) ۾ بدلائي جيري ڏي موڪليندي آهي. ائين هيمو گلوبن (Haemoglobin) جو ٻيو حصو جنهن ۾

گلوبن (Globin) يعني پروٽين (Protein) هوندي آهي. انهيءَ کي بہ تري ٻن حصن ۾ ورهائيندي آهي. پروٽين جو هڪ گهٽو حصو تري صاف سٿرو ڪري جيري ڏي موڪليندي آهي. باقي ٿورو حصو پاڻ وٽ رکندي آهي. جيڪا پروٽين کي ضرورت جي وقت مشڪن (Muscles) ڏي موڪليندي رهندي آهي. جيئن بدن جون مشڪون خشڪ نہ ٿين ۽ سٽيون هجن متان پنهنجي فعل دوران خشڪ هجڻ ڪري درست ڪم ڪري نہ سگهن.

3. تري رت جي اڇن جزن (Leukocytes) (WBC) جي حفاظت ڪندي آهي تہ جيئن رت جي اڇن جزن جو نظام انسان جي جسم ۾ درست ڪم ڪري ۽ هر حال ۾ جسم جي بچاءَ وارو نظام قائم رهي. در اصل تري رت جي اڇن جزن کي صحتمند بہ رکندي آهي.

4. رت جا ٽيان جزا جن کي پليٽيليٽس Thrombocytes (Platelets) چئبو آهي، جيڪي رت جا جزا رت جي ڄمائڻ جي ڪتب ايندا آهن. پليٽيليٽس رت جي جزن جي عمر 8 کان 11 ڏينهن ٿئي ٿي، پوءِ ناڪاره ٿي اچي تريءَ ۾ جمع ٿيندا آهن. جتي تريءَ جي هڪ ٻئي عمل "Macrophagus" هيٺ تري اهي ناڪارا پليٽيليٽس ڳهي ڇڏيندي آهي، هتي اهو ٻڌائجي ٿو تہ هڪ وقت ۾ جيترا پليٽيليٽس رت جي دوري ۾ موجود هوندا آهن. انهن جو ٽيون حصو هر وقت تريءَ ۾ موجود رهندو آهي. تري ضرورت وقت (Emergency) ۾، اهي پليٽيليٽس رت جي دوري ۾ شامل ڪري ڇڏيندي آهي. جيئن رت جي وهڻ تي ضابطو ٿئي. تري اضافي پليٽيليٽس رت جي دوري ۾ تڏهن شامل ڪندي آهي، جڏهن ڪنهن عضوي مان ڪنهن بہ سبب ڪري رت وهي.

5. Blood Storage تريءَ ۾ هر وقت 350 ملي گرام تازو رت جمع ٿيل هوندو آهي، جنهن رت کي تري ضرورت جي وقت (Emergency) رت جي دوري ۾ شامل ڪندي آهي.

**تري وڏي وڃڻ (Splenomegaly):** ڪيترن جسماني روڳن ۽ بيمارين ۾ تري وڏي ويندي آهي، جيئن ٻارن ۾ ٿئلسيميا جي بيماري ۽ ٻين گهڻين مهلڪ بيمارين جهڙوڪ: مدي جي بخار، سلهہ ۽ ڪيترن قسمن جي مهلڪ غدودن ۽ ڪينسر وغيره ۾ تري وڏي ويندي آهي. ياد رهي تہ تريءَ جي وڏي وڃڻ جي بيماريءَ کي ٻرهل ۽ هيانچي جي بيماري سڏبو آهي.

**تري ڪپي ڪڍي ڇڏڻ (Splenectomy):** ڪيترين حالتن ۾ خاص ڪري ڪنهن حادثي ۾ پاسيرائين جي پچي پوڻ ڪري تريءَ کي چِپ ايندي آهي، يا وري ڌڪ لڳڻ ڪري تري ڦسي پوندي آهي. انهن ٻنهي نازڪ حالتن ۾ تري انهيءَ لاءِ وڍي ويندي آهي، متان گهڻو رت وهڻ ڪري مريض جو موت ٿي پئي.

**ٽُري:** جوئر جي هن قسم جا ڳنا مٺا ٿيندا آهن. تري جوئر خاص ڪري سنڌ جي باراني علائقن ۾ پوکي ويندي آهي ۽ ان جو سنگ ڳاڙهو ٿيندو آهي.

**ٽُري ڳرگلو:** جوئر (ٻج) جو قسم، جنهن جو پچاڙيءَ وارو پَنُ هڪ پاسي لڳل هوندو آهي ۽ سنگ ڇڙ چوٽيو ۽ ڪانو مٺو ٿئي.

**ترين:** هڪ ذات. سراباني پٺاڻن مان شرفيون (شرف الدين) کي پنج پٽ ٿيا، جن مان ٻئي پٽ جو نالو "ترين" هو جنهن جي اولاد کي "ترين" چون ٿا. ترين مان تور، تور اسپن ۽ ابدال ٿيا، اهي سڀ افغاني "پٺاڻ" آهن. تور، اسپن ۽ ابدال، ترين جا پٽ آهن. جن جي پٺيان سندن پاڙي جا نالا پيا. سنڌ ۾ ترين ۽ تور شڪارپور ۾ رهن ٿا. سنڌ جو قومپرست شاگرد اڳواڻ اقبال ترين ۽ پاڪستان جو هاڻوڪو خزاني وارو وزير شوڪت ترين هن ذات سان تعلق رکن ٿا.

**ترين، اقبال:** ناميارو سماجي اڳواڻ ۽ ليکڪ اقبال ترين، 3 جنوري 1950ع تي شڪارپور ۾ جائو. شروعاتي تعليم هتي ئي حاصل ڪيائين. هتان سنڌ يونيورسٽيءَ مان اليڪٽريڪل انجنيئرنگ ۾ گريجوئيشن بعد آمريڪا پڙهڻ لاءِ ويو جتي هن هارورڊ يونيورسٽيءَ مان بزنس ائڊمنسٽريشن ۾ پوسٽ گريجوئيشن ڪئي ۽ ڪيليفورنيا ڪوسٽ يونيورسٽيءَ مان ايم. بي. اي ڪيائين. ان کانسواءِ ڪمپيوٽر پروگرامنگ ۽ ٽيليڪميونيڪيشن ۾ پڻ ڪورس ڪيائين.



اقبال ترين شاگرديءَ واري دور کان وٺي سياسي ۽ سماجي سرگرمين ۾ مصروف رهيو ۽ هڪ دور ۾ "Sindh Monitor" جي ايڊيٽنگ بہ ڪيائين. ان کانسواءِ پاڪستان ٽيليويزن جي شروعاتي دور وارن ڊرامن ۾ ڪم ڪندي اداڪاريءَ ۾ پنهنجا جوهر ڏيکاري ڪيترائي پي. ٽي. وي جا اوارڊ کٽيائين. هن انساني حقن جي پرچار سان گڏ، قومي تحريڪن ۾ بہ ڀرپور حصو ورتو آهي ۽ جمهوري حقن لاءِ جاکوڙيندڙن جي حمايت ڪندو رهي ٿو. اقبال ترين، جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو باني ميمبر آهي. اقبال ترين آمريڪا ۾ رهندڙ سنڌين جي نمائنده تنظيم "سانا" (Sindhi Association of North America) جو صدر بہ رهي چڪو آهي، اڄڪلهہ هو ورجينيا (آمريڪا) ۾ رهائش پذير آهي ۽ هن وقت اتي قائم ڪيل فورم "Forum for Justice & Democracy in Pakistan" جو صدر پڻ آهي.

**ترين، الف خان، خانبهادر:** خانبهادر الف خان ترين، شڪارپور جي انهن بهادر سپاهين مان هڪ ٿي گذريو آهي، جيڪو پنهنجي همت، جوانمرديءَ ۽ دانشمنديءَ سان، شهرت جو منزلون طئي ڪندي وڃي وڏي درجي تي پهتو. سندس ان ڳالهہ کان قطع نظر تہ هو انگريزن جو وفادار هو. هڪ سپاهيءَ جي حيثيت ۾ هن جي ترقي غير رواجي آهي. انگريزن جي ابتدائي دور ۾، هي سپاهي پرتي ٿيو ۽ پنهنجي سرگرمين کان پوءِ حڪومت جو منظور نظر ٿي رهيو. شڪارپور جي تاريخ ۾ سندس نالو هميشہ ياد رهندو. سندس والد نواب خان، قنڌار جي تعلقي پشين جي ڀهراڙيءَ جو رهاڪو هو. پنهنجي قبيلي جي سرخيل هئڻ جي حيثيت ۾، چڱي رسوخ ۽ عزت وارو هو. ان وقت احمد شاهہ ابداليءَ جي فرزند تيمور شاهہ جي حڪومت جو دور هو. نواب خان جو لمغ قبيلي جي ماڻهن سان تڪرار ٿي پيو ۽ پنهنجي ڪٽنب کي ڳوڻان وٺي نڪري، هو 1819ع ڌاري، شڪارپور ۾ آيو ۽ سڪونت اختيار ڪري، نواب خان افغاني گورنر جي معرفت، شهر کان ٿورو ٻاهر زمين جو هڪ ٽڪر خريد ڪيائين ۽ ان جي آباديءَ تي پنهنجو گذران ڪندو رهيو. سال 1818ع ڌاري ڪيس هڪ پٽ جائو، جنهن جو نالو الف خان رکيائين.

الف خان جي تربيت پنهنجي پيءُ جي نظرداريءَ هيٺ ٿي. هو ننڍي هوندي ئي سگهارو ۽ جنگجو ثابت ٿيو. سندس والد جو ارادو هو تہ هو زمين جي سنڀال طرف پنهنجو ڌيان ڏئي، پر هن ملڪي حالتن کان متاثر ٿي، فوجي زندگي اختيار ڪرڻ جو پختو ارادو ڪيو. جاگيرداري نظام ۾ اها ڳالهہ اڻ ٿيڻي نہ هئي تہ هڪ سپاهي، پنهنجي بخت جي ياوريءَ سان هڪ تاجدار بڻجي وڃي. فوجي ڀرتيءَ لاءِ ڪرنل ايسٽوڪ پنهنجي فوجي مشير ايميل کي موڪلي ڏنو. الف خان بہ ان زماني ۾ فوج ۾ ڀرتي ٿيڻ لاءِ

پنهنجي ڳوٺ مان ٻين ساٿين سان گڏجي ڀرتي ٿيڻ لاءِ شڪارپور ۾ آيو. عطا محمد شڪارپوريءَ لکيو آهي ته:

”ڪپتان ايميل صاحب، سڄي ملڪ جي حفاظت لاءِ مقرر ٿي آيو. هن چار سو ڪن ماڻهو، پنائڻ، ڪوسن ۽ کهيرين مان، جيڪي هن ملڪ جا هئا، ڀرتي ڪيا. پيادي جي پڳهار 15 روپيا، سوار جي 20 روپيا ۽ جمعدار جي 50 رپيا ٿي.“

سال 1839ع ۾ هو ڪئپٽن ايميل جي فوجي دستي ۾ ڀرتي ٿيو. هڪ ڏينهن اوچتوئي اوچتو ايميل، پنهنجي فوجي دستي سان ٻاهر نڪري پيو. ڏينهن ڪافي سرد هو. بولان جي پهاڙن جون چوٽيون چوڌاري برف سان ڍڪيل هيون. هو ميدان جي طرف وڌندو رهيو. تان جو هڪ جهنگ ۾ وڃي پهتو. هو ان حقيقت کان بلڪل بيخبر هو ته اتي ڪو بجار خان جو فوجي پڙاءُ آهي. ايميل بيخبريءَ ۾ اڳتي وڌيو. بجار خان ڪمين گاهه مان سندس چرپر کي ڏسي رهيو هو. هن موقعي کي غنيمت سمجهي، ايميل ۽ سندس رفيقن تي حملو ڪري ڏنو. کهيري ۽ ڪوسن سپاهين، بجار خان کي ڏسندي ئي ميدان کان موڪلايو. هن عمل سبب ايميل، بجار خان جي ماڻهن ۾ گهيرجي ويو. پر الف خان اڳتي وڌي وڙهندي ايميل کي گهيري کان ٻاهر ڪڍي آيو. کهيري سپاهي وڃي قلعي ۾ پهتا. ايميل الف خان جي شجاعت کي ڏسي کيس رسالدار مقرر ڪيو ويو.

بجار خان جي وڌندڙ سرگرمين کي ڏسي، انگريزي فوج ’ڪاهون‘ جي قلعي تي حملي ڪرڻ جو ارادو ڪيو. هڪ طرف کان ڪئپٽن ايميل، ٻئي طرف کان بلمور ۽ ٽين طرفن کان ڪئپٽن ريٽ ۽ ٿامس پوسٽن قلعي کي گهيري ۾ آندو. ڪاهون فتح ٿيو. بجار خان پنهنجي ساٿين، دريا خان جکراڻي ۽ جاني خان سان گڏ ايميل آڏو پيش ڪيا ويا. ان نازڪ وقت ۾، جڏهن بلوچ پنهنجن رهنمائن کي نظربند ڏسي رهيا هئا، قيدين کي شڪارپور پهچائڻ جو ڪم الف خان جي سپرد ڪيو ويو. الف خان قيدين کي وٺي، مخالف علائقي مان گذري شڪارپور پهتو. ڪئپٽن پوسٽن جي اچڻ تي قيدي سندس حوالي ڪيا ويا. الف خان جي ڪارڪردگيءَ کان انگريز آفيسر متاثر ٿيا ۽ کيس ”ليوي پوليس“ مان تبديل ڪري، پنجين بمبئي نيٽو انفنٽريءَ ۾ آندو ويو. جنهن جي ڇانوڻي ان وقت روهڙيءَ ۾ هئي. 1843ع جي ابتدا ۾ جڏهن سر چارلس نيپيئر ميرن جي رواداري ۽ صلح پسنديءَ جي باوجود ميرن سان جنگ ڪرڻ جو ارادو ڪيو، تڏهن مياڻيءَ جي ميدان تي پنجين بمبئي انفنٽريءَ به حصو ورتو هو. جنهن ۾ الف خان به موجود هو. جان جيڪب جي آخري حملي ۾ الف خان ساڻس گڏجي وڙهيو. جنهنڪري جيڪب تي سندس بهادريءَ جو اثر پيو. هن سر چارلس نيپيئر کي سندس دليريءَ جي حقيقت ٻڌائي ۽ هو سندس دوست ٻڻجي پيو. دٻي جي لڙائيءَ ۾ جڏهن مير شير محمد خان شڪست کائي جلاوطن ٿيو ۽ سنڌ جي وچولي ۾ فوج گڏ ڪري، انگريزي فوج سان ٽڪر کائڻ جو ارادو ڪيائين ته ان وقت نيپيئر تي گرميءَ جو حملو ٿيو ۽ هن ڪرنل رابرٽس کي ميرجي پويان موڪلي ڏنو. شهدادپور پرسان مير صاحب ۽ انگريزن جو ٻيهر مقابلو ٿيو. پر مير صاحب کي هن ڀيري به ڪاميابي نه ٿي ۽ هو ڪڇ نڪري ويو. مير شير محمد جو ڀاءُ مير شاهه محمد خان ان وقت رني ڪوٽ (ڪوهستان) ۾ مقيم هو. اتي ئي مير شير محمد جو اهل ۽ عيال به پناهه گزين هو. سر چارلس نيپيئر کي ڪوهستان ۾ مير صاحب جي موجودگيءَ پريشان ٻڌائي ڇڏيو هو. هن ڄاتو ٿي ته سنڌو نديءَ جي ٻنهي ڪپن تي، ڪنهن به وقت ميرن جي فوج جي موجودگي، ملڪ ۾ انتشار پيدا ڪري سگهي ٿي. انڪري هن مئي 1843ع جي شروع ۾، رابرٽس کي لکي موڪليو ته ڪنهن به ريت مير شاهه محمد کي گرفتار ڪرڻ گهرجي. رابرٽس ان وقت سکر ۾ مقيم هو. هو جنرل جي حڪم ملڻ سان درياهه جي رستي پنهنجي فوج سان سيوهڻ روانو ٿيو. ساڻس گڏ الف خان به هو جو هاڻي رسالدار جي عهدي تي هو.

انهيءَ وچ ۾ مير شاهه محمد خان ڪوهستان جي رهائش کان تنگ ٿي پيو ۽ ويران ملڪ ۾ رهڻ پسند نه ڪيو ۽ هن نيپيئر کي صلح لاءِ لکي موڪليو. مگر مغرور نيپيئر کيس ڪو به تسلي بخش جواب نه موڪليو.


چارلس نيپيئر

ان تي مير صاحب بلوچن جي قبيلي رند ڏانهن وڃڻ گهريو ۽ پنهنجي مختصر لشڪر سان رني ڪوٽ مان ٻاهر نڪتو. واٽ تي کيس مير علي مراد خان جا جيڪي ڪامورا هٿ ٽي چڙهيا، انهن کي قيد ڪندو ٿي ويو. سندس سفر پر خطر هو. پر هو بي فڪري ۽ لاپرواهيءَ سان اڳتي وڌندو رهيو. تان جو سيوهڻ کان 15 ميلن جي پنڌ تي آريءَ جي ڳوٺ وٽ منزل انداز ٿيو. رابرٽس به اچي سيوهڻ پهتو هو. هن چاهيو ٿي ته درياهه پار ڪري رني ڪوٽ روانو ٿئي ته مخبرن کيس آري ڳوٺ ۾ مير شاهه محمد جي موجودگيءَ جي خبر ٻڌائي. انگريز مهندار لاءِ هن کان وڌيڪ ٻي ڪهڙي خوشخبري ٿي پئي سگهي. هن خبر جي تصديق لاءِ هن الف خان کي منتخب ڪيو. الف خان معلومات وٺي موٽي آيو ۽ انگريز مهندار جي سامهون مخبرن جي تصديق ڪيائين. انگريز مورخن جي روايت موجب رابرٽس پنهنجي ماتحت سالار والٽر ۽ الف خان کي مير شاهه محمد کي گرفتار ڪرڻ لاءِ هراول فوج سان گڏ موڪلي ڏنو. رات جي پهرئين پهر ڪانپوءِ، هي روانا ٿيا. مير صاحب دشمن جي ڪاروائيءَ کان بيخبر پنهنجي فوج سميت مٺيءَ ننڊ ۾ هو.

کيس خبر نه هئي ته فرنگي جنرل سندس گرفتاريءَ لاءِ ڪيترو پريشان آهي. جيڪڏهن باخبر هجي ها ته هو ننڊ تي بيداريءَ کي ترجيح ڏئي، سيوهڻ کان ٽڪرو گذري، پهاڙ ڏانهن هليو وڃي ها ۽ انگريزي دسترس کان بچي وڃي ها. سج اڃا ڪني نه ڪڍي هئي ته انگريزي فوج سندس سر تي اچي پهتي. وڻن جي گهاٽي جهڳٽي ۾، مٿس انگريز فوج حملو ڪري ڏنو. بيخبر فوج ۾ ٽاڪوڙو پئجي ويو. مختصر مقابلي کان پوءِ مير صاحب جو لشڪر ڇڙوڇڙ ٿي ويو. خود مير شاهه محمد، وڻن جي اوٽ ۾ ٻن ڇئن ماڻهن سان رهجي ويو. پنهنجن رفيقن کي ڀڄندو ڏسي، مجبور ٿي مير صاحب الف خان اڳيان پيش پيو. جنهن کيس سيوهڻ پهچي، رابرٽس جي حوالي ڪيو. شڪارپور جو مورخ منشي عطا محمد (متوفي سال 1854ع) هن فتح جو سهرو الف خان جي سر تي ڄاڻايو آهي. نيپيئر بيحد متاثر ٿيو.

1840ع ۾، محب وطن بلوچ بهادرجا حملا اتر سنڌ ۾ اڃا به جاري هئا. بجار خان جا گوريلا مقابلا ختم ٿي چڪا هئا. خاص ڪري بگٽين جون سرگرميون وڌي ويون هيون. هسبنڊ پنهجي سر ڪشمور چڙهي ويو. ان دوران الف خان کي بگٽين جي هڪ ڪئمپ جي ويجهو هئڻ جي خبر ملي. هسبنڊ کين گرفتار ڪرڻ لاءِ الف خان کي ڏياري موڪليو. جان جيڪب ان وقت اتر سنڌ جو پوليٽيڪل سپرنٽينڊنٽ هو. الف خان کي بگٽين تي چڙهائي ڪرڻ کان روڪيو. چو ته اها ڪئمپ سندن نظر ۾ صلح پسند بگٽين جي هئي، جنهن ۾ پوڙها، ٻار ۽ زالون موجود هئا. پر الف خان آفيسر

سان وفاداري ڏيکاريندي سندس حڪم جي پيروي ڪئي ۽ بگٽين جي سڄي ڪئمپ کي گرفتار ڪري ورتو. جان جيڪب پوليس آفيسر هسبنڊ ۽ ڪليڪٽر شڪارپور مسٽر گولڊنيءَ سان اختلاف ڏيکاري، سڄو معاملو سرچارلس نيپيئر ڏانهن لکي موڪليو. جنهن وڏي غور ڪانپوءِ الف خان جي عمل کي بهتر سمجهيو ۽ حڪم ڏنو ته بگٽي جتي به هجن، کين گرفتار ڪيو وڃي. الف خان جي ڪاميابيءَ تي جيڪب کي غصو آيو ۽ اڳتي هلي هو الف خان جي خلاف ٿي ويو. 1942ع ۾ نيپيئر جي وڃڻ ڪانپوءِ، سنڌ ۾ گورنر جي بجاءِ ڪمشنر رکيو ويو. ڪمشنر پرنگل هو. پرنگل جي ڏينهن ۾، بگٽين جو سردار اسلام خان ۽ سندس رفيق عالم خان ڪلپر خانڳڙه (جيڪب آباد) ۾ جان جيڪب وٽ وڃي پيش پيا. کين ذريعه معاش لاءِ ڪيترين زمينون به ڏنيون ويون. سندس نگهبانيءَ جا فرائض الف خان جي حوالي رهيا. ساڻس بگٽي سوارن جو هڪ جٿو به هو. جن کي هن پاڻ ڀرتي ڪيو هو. هن ڪئمپ ۾ اسلام خان ۽ سندس رفيقن کي ٿورو وقت مس گذريو هو. جو اسلام خان جو پٽ غلام مرتضيٰ شڪارپور جي ڀرسان ظاهر ٿيو. اسلام خان ۽ سندس رفيق عالم خان ڪلپر، ان وقت جي ڪليڪٽر ميجر گولڊنيءَ کان شڪارپور اچڻ جي اجازت حاصل ڪئي. منصوبي موجب، ساڻن واٽ تي غلام مرتضيٰ اچي مليو ۽ هو فرار ٿي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا. جيڪب هن واقعي تي پنهنجي رپورٽ ۾ لکي ٿو ته: "هو پنهنجي قوم جي وڏي حصي سميت، جن ۾ ٻار ۽ زالون به هئا، اٽڪل ٻه هزار ماڻهو، لاڙڪاڻي جي ڀرسان، زمين تي پئي رهيا. هوريان هوريان قيدين کي ڇڏيو ويو ۽ انهن مان ڪيترن پوليس ۾ به ملازمت ڪئي. جيڪڏهن الف خان پناڻ جي منصوبي بازين جو دخل نه هجي ها ته هو پنهنجي بينڪ ۾ آرام ۽ امن سان رهن ها. سندس دٻاءَ ۽ دڙڪن سبب بگٽي سردار مارچ 1848ع ۾ ڀڄي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿيو."

سر چارلس نيپيئر جي وڃڻ ڪانپوءِ، سنڌ ۾ هڪ اهڙو گروهه موجود هو، جيڪو جنرل جي خلاف هو. هن گروهه بنديءَ جو شڪار الف خان به ٿيو. نئون ڪمشنر مسٽر پرنگل، جان جيڪب جي نالي کان متاثر هو. انڪري الف خان سرڪاري ملازمت کان دستبردار ٿيڻ ۾ پنهنجو خير سمجهيو. هو 1848ع جي اپريل ۾ نوڪريءَ تان سبڪدوش ٿيو. پر هن جي وفاداري انگريز حڪومت کان وسرڻي نه هئي، ساڳئي وقت چارلس نيپيئر سڄي هندستان جو ڪمانڊر انچيف ٿي آيو ۽ سندس سفارش تي هندستان سرڪار الف خان کي هڪ هزار ساليانو پينشن، زمين، عزت لاءِ تلوار ۽ خانبهاديءَ جو خطاب ڏنو. سنڌ ۾ هيءُ پهريون ماڻهو هو. جنهن کي هند سرڪار انگريزن سان وفاداريءَ سبب خانبهاديءَ جو خطاب ڏنو هو. اها سند، سندن پوين وٽ اڃا موجود آهي. جنهن جي عبارت فارسيءَ ۾ آهي.

ملازمت کان آزاد ٿيڻ بعد الف خان پنهنجي ڳوٺ زرخيل ۾ وڃي مقيم ٿيو. مسٽر پرنگل جي وڃڻ کان پوءِ سربارٽل فريئر سنڌ جو ڪمشنر ٿي آيو. سنه 1857ع ۾ هندستان ۾ جنگ آزادي شروع ٿي ۽ سنڌ به ان جو وڏو اثر ورتو. اتر سنڌ ۾ جيڪب آباد ۽ شڪارپور، انگريز مخالف باغي سرگرمين جا وڏا مرڪز بڻجي پيا. هن تحريڪ جا بهادر رهنما دريا خان جکراڻي ۽ دلمراد خان کوسو هئا. هندستان جي انقلابي حالتن کان فائدي وٺڻ لاءِ دريا خان ۽ دلمراد خان کوسي بلوچ قبيلن جي سردارن سان خفيه ملاقاتون ڪيون. دلمراد خان کي ته وقت کان اڳي، ڊل جي بقايا سبب گرفتار ڪري قيد ۾ رکيو ويو. پر دريا خان جي سرگرمين ۾ ڪا به گهٽتائي نه آئي. ان وقت جيڪب آباد ۾، جان جيڪب بدران ميريويدر پوليٽيڪل ايجنٽ هو. کيس دريا خان کوسي جي سرگرمين جو پتو پئجي ويو ۽ سندس منصوبو ظاهر ٿي پيو. جنهن 21 سيپٽمبر گورن کي مارڻ لاءِ ڏينهن مقرر ڪيو هو. دريا خان ان کان هڪ ڏينهن اڳ جيڪب آباد ۾ پهچي به ويو هو. پر ان کان اڳ جو هو پنهنجي رٿ ۾ ڪامياب ٿئي، ميريويدر کيس گرفتار ڪرائي ورتو ۽ ٻين وطن پرستن سان گڏ توبن جي منهن ۾ ڏئي شهيد ڪيو ويو. هن ڪشمڪش جي زماني ۾ دريا خان جون خانبهادر الف خان سان پڻ ملاقاتون ٿينديون هيون. ميريويدر، جان جيڪب جو دوست هو. انڪري هن الف خان تي بغاوت جي تهمت ڌري.

الف خان زندگيءَ جا آخري ڏينهن سڪون ۽ خاموشيءَ سان گذاريا. وڏيءَ عمر ۾ پنهنجي ڳوٺ زرخيل ۾ گذاري ويو.

**ترين، شوڪت**: اقتصاديات جو ماهر ۽ سينيئر بئنڪر شوڪت ترين، 1953ع ڌاري ملتان ۾ ڄائو. سندس والد آرمي ڊاڪٽر هو. هن شروعاتي



تعليم آرمي جي اسڪولن مان حاصل ڪئي، جڏهن ته ايم. بي. اي پنجاب يونيورسٽيءَ مان ڪيائين. سندس تعلق پناڻن جي ترين قبيلي سان آهي. کيس بئنڪنگ شعبي ۾ وسيع تجربو رهيو آهي. هو سٽي بئنڪ جو ٿائيلينڊ ۾ ملڪي صدر رهڻ کان سواءِ پاڪستان ۾ حبيب بئنڪ ۽ يونين بئنڪ جو صدر به رهي چڪو آهي. کيس ٻه دفعا ڪراچي اسٽاڪ ايڪسچينج جو چيئرمين پڻ چونڊيو ويو. آڪٽوبر 2008ع تي کيس ناڻي بابت وزيراعظم جو صلاحڪار مقرر ڪيو ويو. جنهن بعد وزير اعظم يوسف رضا گيلانيءَ جي دور ۾ کيس 27 جولاءِ 2009ع تي سينيٽر منتخب ڪري ترت ئي پوءِ کيس ناڻي جو وفاقي وزير مقرر ڪيو ويو. جتان 23 فيبروري 2010ع تي استعيفيٰ ڏنائين.

**ترڙ**: ڀني عاقل جي اوڀر طرف اڃڙي ٿر ۾ ڪجهه تاريخي ۽ اونها کوهه آهن. جن کي 'ترڙ' چيو ويندو آهي، اهڙو هڪ کوهه سنڌ- راجسٿان سرحد تي 'راڄڙ جي ترڙ' نالي سان مشهور آهي، اهڙا کوهه اروڙ، صالح پٽ ۽ ميرپور ماٿيلي تعلقن ۾ به آهن.

ٿر ۾ به کوهن کي ترڙ چوندا آهن. ڪيترن ئي ڳوٺن جا نالا به کوٽايل ترڙن پٺيان رکيا ويا آهن. جيئن: جنجهين جو ترڙ، جمعي جو ترڙ، مکيءَ جو ترڙ، سونهڙن جو ترڙ، ميگهي جو ترڙ ۽ آڏي جو ترڙ وغيره.

**ترڙ** (Chase): جهنگ جي جانورن جو ترڙ سان شڪار ڪرڻ. شڪار ڦاسائڻ لاءِ ڪليو هنڌ. اهڙا جهنگلي جانور جن جو ترڙ ڪري شڪار ڪيو ويندو آهي سي آهن هرڻ، لومڙ، سهو، ڦاڙهو وغيره. هڪ طرف توبچي ڪڏٽي ۾ يا ڪنهن وڻ جي اوٽ وٺي ويهندو. ٻين پاسن کان ڪي ماڻهو وڏا آواز، هوڪرون ڪري يا ڪنجهيون وڄائي جانورن کي ترڙيندا آهن ته جيئن جن هنڌن، يا ٻوٽن يا جهنگ ۾ ٿاڪن تي جانور لڪل هجن ته ڊپ مان نڪرن. پوءِ جانور ڇال ڏئي نڪري ڀوندا آهن ۽ ڪڏٽي ۾ ويٺل توبچيءَ جي نشاني تي ايندا آهن. توبچي انهن جو شڪار ڪندو آهي يا شڪار ڄار ۾ لڳندو آهي. بندوق ۽ ڄار جي شڪار ۾ ترڙ ٿيندي آهي.

**ترڙ**[2]: گوشت جي رڌل ٻوٽي. سوپاريءَ جو ٽڪر. مصريءَ جي ترڙ

**تَڙُ**[3]: درياهه جي ڪناري واري اُها جاءِ، جتي ميڙين مان مال لاٿو ۽ چاڙهيو وڃي. واهه يا ڍنڍ جي ڪناري واري اُها سهولت واري جاءِ، جتي ڌوٻي ڪَپڙا ڌوئين، ماڻهو وهنجن ۽ پاڻي ڀرين. زالون ٿانوَ يا ڪپڙا ڌوئڻ ان کي هنديءَ ۾ 'گهاٽ' چون. درياهه جو جيڪو تڙ اوڙو هوندو آهي، ان کي "اوتڙ" چئبو آهي. شاهه لطيف به "اوتڙ ڪونه اوليا" جو اصطلاح شاعريءَ ۾ ڪم آندو آهي.

**تَڙُ**[2]: تعلقي سانگهڙ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ 'حاجي خدابخش'، 'عبدالڪريم'، 'مئو ڳاهو' ۽ سومر نالي ڳوٺ شامل آهن.

**تڙاچو**: ضلعي سانگهڙ جي تعلقي کپري ۾ هڪ ديهه جو نالو، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

عاقلاڻي فقير هگورجو (عارب آريسر)، پائي خان هگورجو، حاجي جان محمد هگورجو، محمد حيات هگورجو، سليمان هگورجو، حاجي محمد قاسم هگورجو، نانگناهه ۽ قاسم درس.

**تڙ احمد**: ضلعي ٿرپارڪر جي تعلقي ڇاڇري ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڀيمي جو تڙ، جيتسراڙ، رڙگهڙ علي خان، لالُو جو تڙ، چاريلو ماڪوڙو خان، چاريلو منا خان، قُلوءَ جي ڊاٿي، ماڏاهار، ڀاڏار، پرمون مهيسو پيل، ساڪريو موتو پيل، ساڪريو صمد پيل، ساڪريو سڄڻ، پاٻوهو ۽ متارو رند.

**تَڙَت**: جتوئي قبيلي جو هڪ پاڙو، جيڪي سرائڪي ڳالهائين ٿا. حيدراڻي، زنگيجا ۽ ٻُلا هنن جا شريڪ پاڻي آهن. هن وقت سنڌ ۾ تڙت ذات وارا ماڻهو نهايت گهٽ نظر اچن ٿا.




**تڙ تڙ تيڏيان ڳالهيان** (ڪتاب): هي ڪتاب ناماياري عوامي شاعر استاد بخاريءَ جي سرائيڪي شاعري جو مجموعو آهي، جنهن جو سٽاءُ هن ريت آهي:
(1) ڏوهيڙي، (2) غزل، (3) ڪافيان، (4) گيت، (5) نظم. هي ڪتاب روشني پبليڪيشن حيدرآباد طرفان 2000ع ۾ شايع ڪيو ويو. پڪي جلد سان، 144 صفحن تي مشتمل هِن ڪتاب جي قيمت 90 روپيا آهي.

**تڙ خواجا**: هيءُ ضلعي ٺٽي جي تعلقي جاتيءَ جو وڏي ۾ وڏو ڳوٺ آهي. هتي اسماعيلي خواجه آباد آهن. هي قديم گونگڙي واهه جي ڪپ تي آباد آهي، انهيءَ ڪري قديم وقت کان "تڙ" سڏجي ٿو. هي ڳوٺ باغن جي ڪري به مشهور آهي. هت ڪمند، انب ۽ بڪر جام ٿيندو آهي. موملي جي پيءُ راجا نند جي ڪوٽ جا ڏڙا هتان پنج ميل پري، اوير ۾، ڪارڙي درياهه جي ڪپ تي آهن. هن وقت هي ڳوٺ پڇاري واهه جي ڪپ تي آهي. هن ڳوٺ جي آبادي 2000 کان وڌيڪ آهي. خواندگيءَ جي شرح 100 سيڪڙو آهي. هن ڳوٺ ۾ هاءِ اسڪول، پرائمري اسڪول ۽ آغاخان مئٽرنٽي هوم به موجود آهي. معروف محقق، تعليمدان ۽ لسانيات جو ماهر پروفيسر ڊاڪٽر غلام علي الانا، اصل هن ڳوٺ جو آهي.

**تڙدوس**: ضلعي ٿرپارڪر جي تعلقي ڇاڇري ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

تڙ دوس، سومڙهار، واٺوڙي طيب، ڪروڙو، جانو جي ڊاٿي ۽ لالو جي ڊاٿي.

**تڙ سيرجي**: تعلقي سانگهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ 'حاجي فتح دين شاهه'، آباد آهي.

**تڙڪول**: ٿر ۾ اڪثر پٽون اُتر اوڀر کان ڏکڻ اولهه طرف آهن. تنهنڪري سج اڀرڻ سان پٽ جي جنهن حصي تي اُس يعني تڙڪو پوندو آهي، اُن پاڙي کي "تڙڪول" چوندا آهن. سياري جي رُت ۾ تڙڪول تي ٿر ۾ سيءُ گهٽ ٿيندو آهي، ڇو جو اُتر جي پاسي کان ايندڙ هوا، پٽ جي اوٽ سبب ٿڌي محسوس نه ٿيندي آهي ۽ سج اڀرڻ سان تڙڪول تي اُس به ايندي آهي. تنهنڪري ٿري ماڻهو اڪثر پنهنجا ڳوٺ اڪثر پٽ جي تڙڪول واري حصي ۾ ٻڌندا آهن. ۽ مال جا وٿاڻ ۽ ٻڪرين جا واڙا به اُن پاسي ٺاهيندا آهن.

**تڙ همير**: ضلعي ٿرپارڪر جي تعلقي ڇاڇري ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن:

احمد جو تڙ، سائيناڻي پيل، موڙاسي، پاتا، رامون ويرو، ملو رند، چاڪر رند، محمد خان رند، ميوي جو تڙ، دلشاد رند، قبول رند، شيرخان رند، سلطان رند، سدا تورو، چاڙهيار، چرڪاري، ڏيڙچا، گونگيو اسلم آباد، متاري جو ڳوٺ، حاجي وڳو، گوگاسر ۽ ڪاريپر.

**تَڙياٽ**: 'تار' ۾ ڪم ايندڙ هڪ ڪاٺي، جيڪا چوهي جي ڊيگهه کان ٿوري وڏي هوندي آهي، ۽ پڙياٽ جي آمهون سامهون پرُحل جي هٿي پاسي رکيل هوندي آهي.

**تُزڪ بابري**: هيءُ مغل شهنشاهه بابر جي خود نوشت سوانح (ڊائري) آهي، جيڪا هن چغتائي ترڪي زبان ۾ لکي هئي. شهنشاهه اڪبر جي حڪم تي 1589ع ۾، عبدالرحيم خان خانان انهيءَ جو فارسيءَ ۾ ترجمو ڪيو. هي "تزڪ" بيحد مقبول آهي. اهوئي سبب آهي، جو انهيءَ جو ترجمو روسي، انگريزي، فرينچ ۽ اردوءَ ۾ به ٿي چڪو آهي. سنڌي ٻوليءَ ۾ به هن جو ڪجهه حصو ڇپيو هو. هن "تزڪ" ۾ بادشاهه بابر ادب، شعر، موسيقي، مصوري ۽ خطاطيءَ تي بيباڪ تبصرو ڪيو آهي، جيڪو نهايت لطيف ۽ دلچسپ آهي. هي "تزڪ" تاريخي واقعن جي تصوير، سماجي سرگرمين جي ڄاڻ ۽ جاگرافيائي معلومات جو ذخيرو آهي. هن ۾ بابر جي همر وطنن جي شڪل شبيهه ۽ عادتن وغيره جي ڄاڻ نظر اچي ٿي. "تزڪ" جي طرز تحرير بي تڪلف، سادي، دلچسپ ۽ پرپور آهي.

**تُزڪ جهانگيري**: شهنشاهه جهانگير فارسي زبان جو سٺو مصنف پڻ هو. سندس علمي ۽ ادبي شاهڪار "تزڪ" آهي، جيڪا سندس ڊائري آهي. هن ۾ جهانگير، پنهنجي زندگيءَ جا واقعا جيئن جو تيئن لکيا آهن. ميدان جنگ جي مقابلن، بزم عشرت جي سرگرمين ۽ علمي مسئلن جي سيني رخن کي نهايت سادي زبان ۾ اجاگر ڪيو ويو آهي. جهانگير خود شاعر به هو، انهيءَ ڪري تزڪ ۾ هر جاءِ تي ان دور جي ادبي سرگرمين جو ذڪر موجود آهي. جهانگير، شاعرن تي تنقيد ڪندي، نهايت اختصار ۽ سادگيءَ سان ڪافي ڪجهه لکيو آهي. هيءُ ڪتاب فارسي ادب جو مستقل سرمايو ۽ هندستان جي تاريخ جو هڪ اهم ماخذ آهي. هن ڪتاب جا انگريزي ۽ اردو ٻولين ۾ ترجما پڻ ڇپجي چڪا آهن.

**تَسُ**: ٻڪر جو ننڍو ماٽوڙو (اٽي وغيره رکڻ لاءِ). سنڌ ۾ اٽي رکڻ لاءِ ٻڪر، جيڪا ماٽوڙي ڪم آڻيندا آهن، ان کي تَس به چئبو آهي.

**تسائي لون**: ڪاغذ جو موجد 'تسائي لون'، جيڪو چيني دربار جو عهديدار هو. جنهن 105ع ۾ شهنشاهه هوتيءَ کي ڪاغذ جو نمونو پيش ڪيو. هن خاندان جي سرڪاري تاريخي دستاويزن ۾ تسائي لون جي ڪاغذ جي ايجاد جو اصول بيان ڪيو ويو آهي. تسائي لون جو نالو چين ۾ تمام گهڻو مقبول آهي. تسائي لون جي زندگيءَ جي باري ۾ اسان کي وڌيڪ

معلومات نہ ٿي ملي. پر چيني تاريخي دستاويزن مان معلوم ٿئي ٿو تہ هو هڪ محنت ڪش هو ۽ اها ڳالهہ بہ ملي ٿي تہ شهنشاهہ تسائي لون جي ايجاد تي ڏاڍو خوش ٿيو هو. هن کي انعامن اڪرامن سان نوازيو ويو هو. بعد ۾ هو شاهي محل جي سازشن ۾ ملوث ٿي ويو. پر اڳتي هلي هن پنهنجي هڪ ڏوهہ جي سزا جي رد عمل ۾ زهر کائي خودڪشي ڪري ڇڏي. ٻي صدي عيسويءَ ۾ چين ۾ ڪاغذ جو استعمال عام ٿي ويو. بعد ۾ ڪجهہ صدين کان پوءِ چيني ڪاغذ نون مرحلن مان گذاري تيار ڪري ايشيا ۾ برآمد ٿيڻ لڳو. اڄ ڪلهہ ڪاغذ ايترو عام ۽ اهم ٿي ويو آهي. جو معمول جي ڪم ڪار لکڻ پڙهڻ ۽ تعليم جو اهم ذريعو بڻيل آهي. تسائي لون کان اڳ ۾ چين ۾ بانس جي پتين تي اکر لکيا ويندا هئا.

**تسبيح**: تسبيح لفظ عربي ٻوليءَ جي لفظ سبح مان نڪتل آهي. تسبيح جي معنيٰ آهي ڏڻيءَ جي وڏائي بيان ڪرڻ ۽ داڻن جي مالها (جنهن تي ذڪر ڪيو وڃي). عام طرح تسبيح ۾ هڪ سئو داڻا ٿيندا آهن. انهن ۾ 33 داڻن کان پوءِ هڪ واڌو داڻو شامل ڪندا آهن. انهيءَ لاءِ تہ 'ذڪر' جي ڳڻپ ۾ آساني ٿئي. ڪي تسبيحون هونديون ئي 33 داڻن جون آهن. يارهن (11) داڻن واري تسبيح بہ ڪڏهن ڪڏهن استعمال ڪئي ويندي آهي. مسلمان تسبيح پڙهندڙ گهڻو ڪري 'مرجان' جي داڻن واريءَ تسبيح کي پسند ڪندا آهن. اڪثر خاڪ شفا، يا قوت، حسيني يا قوت، تامڙي، شاهہ مقصود جي پٿرن جون تسبيحون استعمال ڪندا آهن.



تسبيح ذريعي ڏڻيءَ جو ذڪر ڪرڻ جو رواج قديم عيسائين ۽ هندن ۾ پڻ ڏٺو ويو آهي.

تسبيح لفظ مسلمان ڪم آڻيندا آهن. هين ڌرمن وارا تسبيح بدران مالها يا ٻيو لفظ استعمال ڪندا آهن. مسلمان تسبيح تي ذڪر، ورد ۽ وظيفو ڪندا آهن. ذڪر، ورد ۽ وظيفي ۾ الله جا اسم مبارڪ، قرآن مجيد جون مختلف آيتون، سورتون، صلواتون ۽ حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله علي وسلم ۽ سندن آل پاڪ جا ڏسيل وظيفا ۽ دعائون پڙهيون وينديون آهن. بيبي فاطمة الزهره<sup>ع</sup> جي نالي سان هڪ تسبيح 'تسبيح فاطمہ' پڻ مشهور آهي، ان ڪانسواءِ مسلمان الله هو، لااللہ الااللہ ۽ حق هو جو ورد تمام گهڻي ڪثرت سان ڪندا آهن. تسبيح تي ٿيندڙ ورد ۽ وظيفا اڪثر چلن (چاليهہ ڏينهن) جي صورت ۾ ڪندا آهن ۽ عام طرح هر نماز کان پوءِ بہ هڪ يا ٻہ تسبيح (ذڪر خدا) پڙهيون وينديون آهن.

**تَسَو**: ريشمي يا سوٽي ڪپڙي جو هڪ قسم، جنهن تي 'گَچَ' جو پرت پربو آهي، ۽ جنهن مان 'ڪنجري' جو گلو ٺاهبو آهي. عام طرح ان کي "گيگم" يا "ريشمي سُوسي" بہ چوندا آهن.

**تَسلو**: هڪ قسم جي ڏونگهي ٿالهي، جيڪا پتل يا جست مان ٺهيل هوندي آهي ۽ گهڻو ڪري هندو ۽ ماڙيچا ڪم آڻيندا آهن.ان کي "تسرو" بہ چئبو آهي

**تسليما نسرين**: مشهور شاعره، ڪالم نگار ۽ ناول نگار تسليما نسرين، 25 آگسٽ 1962ع تي بنگلاديش جي شهر ميمن سنگهہ ۾ جائي. سندس والد جو نالو رجب علي آهي. هن 1976ع ۾ مئٽرڪ ڪئي، جڏهن تہ 1978ع ۾ انٽر ڪيائين ميمن سنگهہ ميڊيڪل ڪاليج مان 1984ع ۾ ايم. بي. بي. ايس ڪيائين هن جي پهرين پيار جي شادي 1982ع ۾ شاعر رودرا محمد شاهد الله سان ٿي. پر 1986ع ۾ ٻنهي وچ ۾ طلاق ٿي وئي. بعد ۾ هن صحافي ۽ ايڊيٽر نعيم الاسلام خان سان شادي ڪئي، پر سندن تعلق گهڻو وقت جٽاءُ نہ ڪري سگهيو ان کان پوءِ هن هفتيوار 'بچنتا' جي ايڊيٽر مينار محمد سان شادي ڪئي. جيڪا پڻ 1992ع ۾ ٽُٽي وئي.



تسليما نسرين کي سيڪيولر ۽ تڪراري ليکڪا سمجهيو وڃي ٿو. سندس لکڻين جا موضوع گهڻو ڪري انسان ذات ۽ عورتن جا حق آهن. هن لکڻ جي شروعات شاعريءَ سان ڪئي. هن جي تحريرن ۾ عورتن سان ٿيندڙ ظلمن جي سخت ٻوليءَ ۾ مزاحمت نظر اچي ٿي. هن جي لکڻين ڇپجڻ جي شروعات 1990ع کان ٿي. مضمونن کان سواءِ هن جا هڪڻي پنيان چار ناول ڇپيا، جن مان سندس ناول 'لجا' گهڻو مشهور ٿيو. جنهن سندس ڪيريئر کي ئي تبديل ڪري ڇڏيو. ان ناول لکڻ کان پوءِ مٿس ڪيترا حملا ٿيا ۽ 1993ع ۾ هڪ مذهبي گروپ طرفان ڪيس قتل ڪرڻ جي فتويٰ ڏني وئي. 1993ع ۾ ان ناول تي بنگلاديش حڪومت بندش وجهي ڇڏي. تسليما نسرين سماجي خدمتن جي حوالي سان بہ مشهور آهي. هوءَ ميمن سنگهہ (بنگلاديش) جي غريب شاگرديائين کي پنهنجي ماءُ جي نالي سان 'ايد لوارا اسڪالرشپ' ڏئي ٿي، جيڪا 50 هزار کان هڪ لک بنگلاديشي ٽڪن تي مشتمل آهي. هن ڪلڪتي ۾ "درما مڪتا مانا ٻائي منچا" جي نالي سان هڪ آرگنائيزيشن بہ ٺاهي آهي، جنهن جو مقصد سيڪيولر تعليم کي وڌائڻ، عورتن جي حقن لاءِ جدوجهد ڪرڻ ۽ هڪ جهڙي شهري حقن لاءِ جاکوڙڻ آهي. ڪيس سندس تڪراري لکڻين سبب 19 مارچ 2008ع ۾ ملڪ کان بدر ڪيو ويو.

تسليما نسرين کي سندس تصنيفن ۽ سماجي خدمتن تي ڪيترا اوارڊ ملي چڪا آهن. جن ۾: (1) آنانڊا لٽرري اوارڊ. انڊيا (1992)، (2) نتياسوا اوارڊ. بنگلاديش (1992ع)، (3) هيومن رائيٽس اوارڊ. فرانس (1994ع)، (4) ارون فسچر اوارڊ. جرمني (2002ع)، (5) اعزازي ڊاڪٽريٽ جي ڊگري. امريڪن يونيورسٽي، پئرس (2005ع) وغيره شامل آهن. هن وقت هوءَ نيويارڪ يونيورسٽي ۾ ريسرچ اسڪالر طور ڪم ڪري رهي آهي. هوءَ پنهنجي ملڪ اچڻ لاءِ آتي آهي. سندس چوڻ آهي تہ هن جو جسم هتي آهي، پر روح هندوستان ۾ آهي. هڪ وصيت موجب سندس مرڻ کان پوءِ سندس جسم "گنگا درين" نالي اين. جي. او جي حوالي ٿيندو، جنهن تي ميڊيڪل جا شاگرد تجربا ڪندا.

هن جا ڪيترائي مشهور ڪتاب آهن، جن جو تفصيل هن ريت آهي:

**شاعريءَ جا ڪتاب:**

1. Shikore Biqul Khudha (Hunger in the Roots), 1986.
2. Nirbashito Bahire Ontore (Banished without and within), 1989.
3. Amar Kichu Jay Ashe Ne (I Couldn't Care less), 1990.

4. Atole Ontorin (Captive in the Abyass), 1991.
5. Balikar Gollachut (Game of the Girls), 1992.
6. Behula Eka Bhashiyechilo Bhela (Behula Floated the Raft Alone), 1993.
7. Ay Kosto Jhepe, Jibon Debo Mepe (Pain Come Roaring Down, I'll Measure Out My Life for You), 1994.
8. Nirbashito Narir Kobita (Poems from exile), 1996.
9. Jolpodyo (Waterlilies), 2000.
10. Khali Khali Lage (Feeling Empty), 2004.
11. Kicchukhan Thako (Stay for a while), 2005.
12. Bhalobaso? Cchai baso (It's your love! Or a heap of trash!) 2007.
13. Bondini (Prisoner), 2008.

**منتخب ڪيل مضمونن جا ڪتاب:**

1. Nirbachito Kolam (selected colomns), 1990.
2. Jabo na Keno? Jabo (I will go, why won't I?), 1991.
3. Noshto meyer noshto goddo (Fallen prose of a fallen girls), 1992.
4. Choto cho To dukkho kotha (Tale of trivial sorrows), 1994.
5. Narir Kono Desh Nei (Women have)

**ناول:**

1. Oporpokkho (The Opponent) 1992.
2. Shodh, 1992 (Getting Even انگريزيءَ ۾ ترجمو)
3. Nimontron (Invitation) 1993.
4. Phera (Return), 1993.
5. Lajja, 1993. (Shame :انگريزيءَ ۾ ترجمو)
6. Bhromor Koio Gia (Tell Him The Secret), 1994.
7. Forashi Premik (French Lover), 2002.
8. Shorom (Shame Again), 2009.

**مختصر ڪهاڻين جا ڪتاب:**

1. Dukkhoboty meye (Sad girls)1994.
2. Minu 2007.

**آٽو بايو گرافيءَ بابت ڪتاب:**

1. Amar Meyebela (My Girlhood), 1999.
2. Utal Hawa (Wild Wind), 2002.
3. Ka (Speak Up), 2003.
4. Sei Sob Andhokar (Those Dark Days), 2004.
5. Ami Bhalo Nei, Tumi Bhalo Theko Priyo Desh ("Iam not okay, but you stay well my beloved homeland"), 2006.

**تَسمو:** صدريءَ يا پهراڻ ڪي بٽڻ جي بدران ڏوريون وجهندا آهن. جيڪي آمهون سامهون چڪبيون آهن ۽ ٻڌي ڇڏبيون آهن. انهن ڏورين کي "تسما" چئبو آهي ۽ جن جو هاڻي رواج اڳي جيترو ڪو نہ رهيو آهي.

- چم جي سنهي تند. بُوٽَ جي کُهيءَ کي بہ تسمو چوندا آهن.

**تَسنيم:** بهشت جي هڪ چشمي جو نالو. جنهن جو ڪلام پاڪ ۾ بہ ذڪر آهي تہ هن چشمي جو پاڻي مقربين پيئندا. يعني اهي نيڪ بندا، جن کي الله تعاليٰ جي حضور ۾ رهڻ جو شرف حاصل هوندو. اهل جنت، جن کي 'ابرار' جو رتبو حاصل هوندو. انهن جي پاڻيءَ ۾ بہ هن چشمي جي پاڻيءَ جي آميزش هوندي. هن چشمي جو نالو "تسنيم" انهيءَ ڪري چيو ويجي ٿو جو اهو بلنديءَ تان اچي ٿو.

**تسنيم احمد صديقي:** 12 آڪٽوبر 1939ع، تي 'ميرٺ' ۾ ڄمڻ وٺندڙ تسنيم احمد صديقي پاڪستان جي سول سروس سان گڏ ريل تن ڏهاڪن کان وڌيڪ عرصو لاڳاپيل رهيو. هن سياست ۽ انگريزي ادب ۾ ايم. اي ۽ ايل ايل بي ڪرڻ کان سواءِ سماجي شهريت ۽ سماجي ترقيات ۾ ايم. بي. اي جون ڊگريون بہ حاصل ڪيون. سرڪاري حيثيت ۾ 'حيدرآباد ترقياتي اداري' جي ڊائريڪٽر جنرل کان سواءِ 'سنڌ ڪچي آباديز اٿارٽيءَ' جي ڊائريڪٽر جنرل، وقف ملڪيت واري ٽرسٽ جي ڊائريڪٽر، لوڪل گورنمينٽ ۽ پبلڪ هيلٿ انجنيئرنگ کاتن جي سيڪريٽريءَ، فشريز کاتي حڪومت سنڌ جي سيڪريٽريءَ ۽ ڊپٽي ڪمشنر سکر توڙي ٻين ڪيترن ئي کاتن ۾ اهم ذميواريون سرانجام ڏئي چڪو آهي. تسنيم صديقي 1995ع ۾ گهٽ آمدنيءَ وارن طبقن لاءِ پنهنجي جڳ مشهور رهائشي اسڪيم "خدا جي بستي" تي آرڪيٽيڪچر جو 'آغا خان اوارڊ' بہ حاصل ڪيو. ملڪي ۽ پرڏيهي اخبارن ۽ رسالن ۾ بيوروڪريسي ۽ سماجي ترقيءَ تي ڪيترن ئي مضمونن ۽ مقالن جو ليکڪ بہ آهي.



**تسنيم يعقوب:** سترجي ڏهاڪي ۾ نثري نظم جي صنف ۾ لکندڙ شاعره جو قلمي نالو. اصل نالو فهميده حسين (وڌيڪ ڏسو: **فهميده حسين**).

**تسهيل الفرائض** (رسالو): "تسهيل الفرائض" ورثي ۽ تَرڪي (حصن ۽ انهن جي تقسيم) بابت هڪ منظوم رسالو هو. جيڪو عليءَ نالي هڪ عالم پهرين شعبان 1162هه/ 1749ع تي سنڌيءَ ۾ جوڙيو هو.

**تشبيب:** شاعريءَ جي فن ۾ تشبيب بنيادي طور تي قصيدي جو پهريون حصو آهي. تشبيب عربي لفظ شب مان ورتل آهي. جنهن جي لغوي معنيٰ آهي 'جوان ٿيڻ'. اصلاحي معنيٰ موجب ڪنهن جي جوڀن جو تذڪرو ڪرڻ يا محبوب جي حسن جي ساراهہ ڪرڻ. شاعرانہ اصطلاحي معنيٰ موجب مدحيہ قصيدي ۾ ممدوح جي مدح کان اڳ عشقيہ، بهار جي موسم، حسن ۽ جوڀن جهڙن مضمونن بابت شعرن کي. يا قصيدي جي شاعرانہ تمهيد کي 'تشبيب' چيو ويندو آهي. جيئن تہ عربي قصيدن ۾ سونهن سوڀيا، جوڀن، پيار ۽ محبت جو ذڪر عام هوندو هو. ان ڪري فارسي شاعر رودڪيءَ الڳ ڪري غزل جو روپ ڏنو ۽ بعد ۾ ڪن شاعرن قصيدي جي تمهيد کي قصيدي کان الڳ ڪري 'تشبيب' جي صنف بنائي ڇڏيو. غزل ۽ 'تشبيب' ۾ فرق بہ اهو ئي آهي تہ تشبيب ۾ قصيدي وانگر ڪو خاص موضوع بيان ٿيل هوندو آهي. يعني جيڪڏهن سونهن، پيار يا واڪاڻ جي ڳالهہ هوندي تہ تشبيب ۾ رڳو اهو ئي قصو هوندو. جڏهن تہ غزل ۾ هڪ موضوع نہ هوندو آهي، پر هڪ ئي وقت غزل جي الڳ الڳ بندن ۾ الڳ الڳ موضوع. بلڪ هڪ بند جي ابتڙ موضوع تي ٻيو بند لکي سگهجي ٿو. ترتيب جي لحاظ کان تشبيب بہ غزل جهڙي ئي بيهڪ رکي ٿي. يعني پهريون بند مطلع ۽ آخري بند مقطع. تشبيب جا سمورا بند هم قافيہ هوندا آهن ۽ بندن جو تعداد بہ غزل جي برابر هوندو آهي. جنهن مان ڪنهن بہ بند

۾ شاعر پنهنجو نالو يا تخلص ڏيڻ چاهي ته ڏئي سگهي ٿو. تشبيب کي نشيب به چيو ويندو آهي. جيتوڻيڪ موضوع جي حوالي سان هيءَ صنف غزل کان الڳ نه هئي، پر جيئن ته هن صنف کي ڪي سُٺا شاعر نه ملي سگهيا، ان ڪري اُسري نسري نه سگهي.

**تشبيهه:** تشبيهه لفظ جي معنيٰ آهي مشابهت ڏيڻ، ڀيٽ ڪرڻ، مقابلو ڪرڻ ۽ اصطلاحي معنيٰ آهي، هڪڙي شيءِ جي ڪنهن ٻيءَ شيءِ سان ڪن صفتن ۾ ڀيٽ ڪرڻ. شاعريءَ جي هن صنعت ۾ ڪجهه ٻيا لفظ به اصطلاح طور ڪم ايندا آهن. جن ۾ جنهن شيءِ سان مقابلو ڪجي يا مشابهت ڏجي، انهيءَ کي "مشبهه" چئبو آهي ۽ جنهن کي مشابهه ڪجي، انهيءَ کي مشبه به چئبو آهي، جنهن صفت ۾ ڀيٽ ڪجي، انهيءَ کي "وجهه تشبيهه" چئبو آهي ۽ وانگر، وانگي، وانگيان، جان، جيان، جيئن، جهڙو، جهڙي، وغيره لفظ جيڪي مشابهت ڏيڻ ۾ ڪم ايندا آهن، تن کي "حرف تشبيهه" چيو ويندو آهي.

تشبيهه جا ڪيترا قسم بيان ڪيا ويا آهن، جهڙوڪ:

I. **تشبيهه مطلق:** اهڙي تشبيهه، جنهن ۾ هڪڙي شيءِ کي ڪنهن ڳالهه ۾ ٻيءَ سان مشابهه ڪجي ۽ حرف تشبيهه ظاهر يا لڪل ڪم ۾ اچن.

ترار تنهنجي ۽ پالو، قلم جان دشمن جي،
سسي وڍين ۽ چيرين ان جو سينو ٽا.
(مرزا قليچ)

II. **تشبيهه مشروط:** اهڙي تشبيهه، جنهن ۾ هڪڙي شيءِ جي ٻيءَ سان ڪن شرطن هيٺ مشابهت ڪجي. يعني جنهن ۾ ائين چيو وڃي ته " هيءَ شيءِ هن جهڙي آهي، پر شرط اِهو آهي ته اِها هيئنءَ هجي".

چنڊ جهڙو آهين تون، جي چنڊ کي ٽوپي هجي،
سروَ جهڙو آهين تون جي سرو رَڪندو هوئي قبا.
(مرزا قليچ)

III. **تشبيهه الڪناير:** اهڙي تشبيهه، جنهن ۾ رڳو ڪنايو استعمال ڪيو وڃي. جنهن ۾ اشاري سان مشابهت ڏني وڃي ۽ "حرف تشبيهه" ڪم ۾ نه آندو وڃي.

چيلهه ۽ راڻن جوان جي، آءُ ڪريان ڪهڙو بيان،
ڪنهن ڏٺو آهي جبل کو، ترڪندو هڪ وار مان.
(مرزا قليچ)

IV. **تشبيهه التوير:** التوير جي معنيٰ آهي برابر، يعني برابريءَ واري تشبيهه، اهڙي تشبيهه، جنهن ۾ هڪڙي صفت پنهنجي ۽ هڪڙي محبوب يا موصوف جي وٺي، ٻنهي کي ٽيئنءَ هڪڙي شيءِ سان ڀيٽ ڪجي يا برابر قرار ڏجي.

منهنجي دل جا تنگ آهي، تنهنجو وات،
بت سنهو منهنجو ٿيو، تنهنجي چيلهه جان.
(مرزا قليچ)

V. **تشبيهه العڪس:** تشبيهه العڪس کي عڪس واري تشبيهه به چيو ويندو آهي. اهڙي تشبيهه، جنهن ۾ شاعر ٻن شين مان هڪڙيءَ کي ٻيءَ سان ۽ وري انهيءَ کي پهرينءَ سان مقابل يا مشابهه ڪري.

گهوٽن جي سنبن سان ويا جبل ڀڄي ۽ ٿيا غار
ماڻهن جي مڙهن سان به پريا غار جبل ٿيا
(مرزا قليچ)

VI. **تشبيهه الاضمار:** الاضمار جي معنيٰ آهي ڳُجهي يعني باطني تشبيهه، اهڙي تشبيهه، جنهن ۾ هڪڙي شيءِ کي ٻيءَ سان ظاهري طرح مشابهه ڪجي ۽ انهيءَ مان ڪو عيب ڪڍجي يا اعتراض ڪيو وڃي پر اندروني طور ڳجهيءَ طور ان مان واڪاڻ جهڙو مطلب نڪرندو هجي.

چپ مٺا، نالو مٺو، پوءِ ڪيئن ڪڙا ٿيا تنهنجا ٻول،
نرم ۽ نازڪ بدن، پوءِ پهڻ ڪيئن ٿي تنهنجي دل!
(مرزا قليچ)

VII. **تشبيهه التفصيل يا مغالطه:** هن تشبيهه ۾ پهريائين ڪنهن شيءِ جي ٻيءَ شيءِ سان ڀيٽ ڏجي، پوءِ وري ان تان ڦري وڃجي، پاڻ کي غلط سمجهي ٻي ڳالهه ڪجي، جنهن مان اڳي کان به وڌيڪ صفت / گڻ ظاهر ٿئي يا بهتر تعريف / واکاڻ معلوم ٿئي.

سرو کي ٿا سڏين يا جو قد،
پر آهي سرو اڻ چليل "ڪاٺي"
(مرزا قليچ)

**تشريح:** هن لفظ جي لغوي معنيٰ آهي ’کولڻ، وضاحت ڪرڻ، بيان ڪرڻ ۽ ڀيٽ ڪرڻ‘. اصطلاح جي معنيٰ ٿيندي ’ڪنهن جي حسن يا علم جو بيان‘. اڳاٽي وقت ۾ هيءَ لفظ ’تشريح‘ جسماني جوڙجڪ ۽ بناوت جي علم جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندو هو. جنهن ۾ جسم جي شريانين جو اڀياس، مختلف حيواني شڪلين جي بناوت جو اڀياس ۽ ان جي واڌ ويجهه جو اڀياس شامل هو.

هوئن ادبي اصطلاح ۾ ڪنهن شعر يا عبارت جي سمجهاڻيءَ کي تشريح چئبو آهي.

**تشنج:** "تشنج"، عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي. مادو "شنج" بمعنيٰ پريل هئڻ، اصل حالت کان گهٽ ٿيڻ. تشنج هڪ طبي اصطلاح آهي. جيڪو هڪ مرض جو نالو به آهي. هن مرض ۾ مريض جا اعصاب ختم ٿي ويندا آهن.مريض کي ڏڪڻي ۽ جهٽڪن جا دورا پوندا آهن. جنهن ۾ جسم ٽاڻجي ويندو آهي. هن مرض کي انگريزيءَ ۾ "ٽيٽنس" (Tetanus) چوندا آهن. اها بيماري جسم ۾ ڪنهن وڍ/ ڪٽ ذريعي داخل ٿيل جيوڙن سان ٿيندي آهي، جيڪي گندگيءَ، خاص ڪري جانورن جي لڏ وغيره ۾ هوندا آهن. هيءَ هڪ خطرناڪ بيماري آهي. ننڍڙن ٻارن کي جيڪي شروعاتي


تشنج ۾ ورتل ٻار

پنجن بيمارين جا ٽڪا لڳندا آهن، انهن ۾ تشنج جو ٽڪو به شامل آهي. ڊاڪٽرن موجب اهي پنج ئي ٽڪا لازمي لڳائڻ گهرجن.

**تصنيف:** تصنيف لفظ ايرانين جي ايجاد آهي. شروع ۾ تصنيف جي حيثيت "لوڪ گيتن" جهڙي هئي، بعد ۾ زندگيءَ جي اهم مسئلن تي لکت کي به تصنيف چيو ويو. اڄڪلهه طبعزاد ڪتاب کي تصنيف ۽ ڪتاب لکندڙ کي مصنف چيو وڃي ٿو.

**تصوف**: تصوف بنيادي طرح سان ڪائنات جي ايڪي جو فلسفو آهي. انهيءَ فلسفي موجب هن ڪائنات ۾ جيڪا ڪثرت آهي، سا هڪ وحدت مان ٿي آهي، يا جيڪا ڪثرت آهي، سا وحدت جا مختلف روپ آهن. جيئن لطيف سائين چيو آهي:

"وحدتا ڪثرت ٿي، ڪثرت وحدت ڪُل"

ان ڪري انسان ذات جو وجود انهيءَ وحدت واري مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ آهي. اهي مقصد آهن، تمام مذهبن جو ايڪو (وحدت اديان)، انسان ذات جو اتحاد (اتحاد انساني)، عالمي امن (امن عالم)، آدم ذات جي ترقي (ترقيءِ بني آدم) ۽ هڪ ٻئي جو جياپو (بقاء باهمي). تصوف انسان ذات کي مٿين مقصدن کي حاصل ڪرڻ جو سبق ڏئي ٿو ۽ چوي ٿو ته: "انسان ذات جو ڪم پنهنجي اصل ڏانهن رجوع ٿيڻ وارو مقصد هئڻ گهرجي، ڇو ته هر شيءِ پنهنجي اصل سان وصل اختيار ڪرڻ لاءِ ڏانهون پئي ڪري ۽ هي سڀ هُل هلاچو انهيءَ جو آهي:

"وڍيل ٿي وايون، ڪري، ڪٺل ٿي ڪوڪاري"

يا

"جيلانهن ٿيا نابود، تيلانهن رسيا بود کي"

جيڪا شيءِ وجود وڃائي ٿي، سا حقيقي وجود سان وڃي ملي ٿي ۽ پنهنجي حقيقت کي حاصل ڪري وٺي ٿي ۽ انسان ذات جيئن ته هن ڪائنات جو سڀ کان باشعور جيوَ آهي، ان ڪري ان کي انهيءَ حقيقت جو ڄاڻو ادراڪ هئڻ گهرجي. ان ڪري تصوف موت کي حجاب جا پردا هٽڻ قرار ڏئي ٿو.

"گهڙو ڀڳو تان گهوريو، پاٽان هو حجاب"

هن نظريي ۾ دوئي گناهه آهي، ۽ تراڙون هڪ مياڻ ۾ ڪونه ماپينديون آهن. ان لاءِ "دوئي" کي وجود مان ڏار ڪرڻو پوندو. دوئي جيڪا ڪٿي "خودي"، ڪٿي "آءٌ"، ڪٿي "مان"، ڪٿي "پاڻ"، ڪٿي "هئڻ" آهي.

پاڻ ڇڏ، نه ته جاڻ وڃهندئي ڄار ۾
آءٌ اسين جي چوَن، اوڏي تِن نه اَڏ،
نينهن تنين سين گڏ، ناتو جن جو ناڻهن سين.
...
"هئڻ ڪيا هيئن، وانجيا پس وصال کان"
...
"ڪيئن مائيندا مَن ۾، خودي ۽ خُدا"
...
"جنين پانئيو پاڻ، سي آريائيون اوري رهيون"

۽ تصوف ۾ اصل مقصد "هيڪڙائي" کي حاصل ڪرڻ لاءِ انسانذات لاءِ هن دنيا ۾ مختلف ڏاڪا آهن، جن کي "سلوڪ" جون منزلون چئجي ٿو.

اهو وحدت الوجود جو نظريو آهي، جيڪو مختلف مذهبن ۾ نظر اچي ٿو انهيءَ نظريي جو باني محي الدين ابن العربي هو، جڏهن ان جي ابتڙ ٻيو نظريو "وحدت الشهود" جو آهي، جنهن کي مجدد الف ثاني زور وٺايو. انهيءَ فڪري مڪتب مطابق، انسان ذاتي حيثيت ۾ تسخير ڪائنات ڪري سگهي ٿو ۽ جُزجي صورت ۾ ڪُل جون خوبيون پاڻ ۾ پيدا ڪري سگهي ٿو. ننڍي کنڊ ۾ شاعر علامه اقبال انهيءَ فڪر جو وڏو شارح هو:

خودي ڪو ڪر بلند اتنا ڪه هر تقدير سي پهلي،
خدا بندي سي خود پوچي بتا تيري رضا ڪيا هي.

تصوف جي فلسفي جي انهن ٻنهي مڪتبن تي ناقدن تنقيد ڪئي آهي مثلا: "وحدت الوجود" جي نظريي موجب ماڻهوءَ کي قدرت تي ڀاڙڻو پوي ٿو ۽ وحدت الشهود جو نظريو ماڻهوءَ کي ڪُل اختيار جو مالڪ بڻائي ٿو، جنهن سان طاقت ۽ سرڪشي جنم وٺي ٿي، جيڪا انسان ذات لاءِ ناڪاري سماجي روين کي جنم ڏئي ٿي، جهڙوڪ: فسطائيت وغيره. وحدت الشهود موجب انسان هن ڪائنات ۾ اشرف آهي ۽ مخصوص عقيدي موجب هو دنيا تي اختيار حاصل ڪرڻ جو حقدار آهي، انهيءَ فلسفي جي مڪتب "ڪامل انسان" (Superman) ۽ "مرد مومن" جي تصور کي جنم ڏنو. ان تصور اڳتي هلي چونڊ قومن (Selected Nations) ۽ "چونڊ قوم" جي حاڪميت کي جنم ڏنو. اهو تصور جرمن فلسفي نٽشي (Nietzsche) جو آهي، خاص ماڻهو، خاص قوم، خاص الخاص عقيدي جي بالادستي ۽ انهيءَ جي حصول لاءِ طاقت جو استعمال، انهيءَ زمري ۾ اچي وڃن ٿا.

تصوف جو لاڳاپو انسان ذات ۽ انساني سماج سان آهي، تصوف انساني سماج جي ڀهرئين باشعور گروهه ۾ موجود هو جن وٽ راڄنيتيءَ جا سادا ۽ عام اصول هئا. ان ريت تصوف، شڪاري دور کان وٺي زرعي سماج کان ٿيندو جديد دنيا ۾ پهچي پنهنجو سماجي ڪارج ادا ڪري ٿو تصوف تي هڪ جرمن خاتون ميڊم بلوسڪي جون تحريرون نهايت آهن، جن کي "سيڪريٽ ڊاڪٽرائن" (Secret Doctrine) سڏيو ويو آهي، جنهن ۾ خدا، ڪائنات ۽ انسانذات تي سائنسي انداز ۾ بحث ٿيل آهي، انهيءَ تحريڪ سڄي يورپ ۾ ٿياسافيڪل سوسائٽين کي جنم ڏنو سنڌ جي ٿياسافيڪل سوسائٽي به انهي سلسلي جي هڪ ڪڙي رهي آهي.

دنيا جي هر سماج ۾ تصوف ڪنهن نه ڪنهن شڪل ۾ موجود رهيو آهي ۽ پنهنجو ڪارج انسانذات جي اتحاد بابت ادا ڪندو رهيو آهي. ان ڪري جو تصوف، هڪ نظريو يا رويو آهي. تصوف کي انگريزيءَ ۾ "پئنٿيزم" (Pantheism) به چئبو آهي. زندگيءَ بابت اهو رويو (Attitude) يا نظريو (Theory) دنيا جي هر مذهب ۾ موجود رهيو آهي. سناتن ڌرم ۾ "ويدانت"، تصوف آهي، عيسائيت، يهوديت، ڪنفيوشس، تائومت ۽ اسلام ۾ اسان کي "تصوف"، ويدانت ۽ Pantheism جو تصور ملندو. دنيا ۾ "تصوف" جون مختلف ڌارائون ۽ مختلف رنگ رهيا آهن. تصوف جو نظريو تعصب جو رد آهي ۽ ان ۾ ڪائنات ۾ يڪ رنگي موجود آهي.

هر مذهب، هر قوم، هر ملڪ ۽ هر دور جي تصوف جو طريقي ڪار ساڳيو رهيو آهي، يعني عشق. جيڪڏهن خدا محبوب آهي ۽ انسان محب آهي ته يقيناً محبوب جي حاصل ڪرڻ جو طريقو محبت (عشق) ئي بڻجي سگهي ٿي. تصوف (Mysticism) ۾ يقين رکندڙ صوفي هوندو آهي ۽ هر صوفي دراصل عاشق هوندو آهي. عشق ۽ تصوف هم معنيٰ لفظ آهن. تصوف هر مذهب جو روح (Essence) آهي ۽ هر مذهب دراصل خدا سان (اصل سان) رابطو پيدا ڪرڻ جو ٻڌايل الهامي (ازلي، ابدي ۽ حقيقي) طريقو آهي.

تصوف دل جي نگهبانيءَ جو ٻيو نالو آهي، ڇاڪاڻ ته انسان بظاهر جسم ۽ نفس جو نالو آهي، پر حقيقت ۾ دل جو نالو آهي ۽ جيڪڏهن دل مائل نه ٿي ٿي سگهي ته رڪوع ۽ سجدا يا زبان سان خدا جو اقرار، سڀ بي معنيٰ آهن.

جان جان پسين پاڻ کي، تان تان ناهي سجود،
وڃائي وجود، تهان پوءِ تڪبير چئو.

انسان جي عقلي ۽ روحاني زندگيءَ ۾ تصوف جي اهميت جو اندازو ان ڳالهه مان ٿي سگهي ٿو ته، موجوده دور جو مشهور فلاسفر برٽرينڊ رسل (Russell) چوي ٿو ته:

”دنيا ۾ جيترا عظيم ترين فلاسفر ٿي گذريا آهن، تن سڀني فلسفن سان گڏوگڏ تصوف جي ضرورت جو به اعتراف ڪيو آهي. فڪر جي دنيا ۾ انتهائي بلند مقام صرف سائنس ۽ تصوف جي اتحاد سان حاصل ٿي سگهي ٿو. بهترين انساني خوبين جو اظهار فقط تصوف سان ممڪن آهي.“



بايزيد بسطامي

رُسل پنهنجي دعويٰ جي ثبوت ۾ : هرقليطوس، پارمينائيڊيز، افلاطون ۽ اسپنوزا، برونو، هيگل، برگسان ۽ وائيٽ هيڊ جا نالا ڏنا آهن، جن تصوف کي فلسفي جي اهم شاخ ۽ انساني قدرن ۽ انسانيت جي معراج جو اهم ٿنيو سڏيو آهي.

دنيا جا اڪثر محقق اتفاق ڪن ٿا ته اپنشدَ، تصوف/ ويدانت بابت پراڻي ۾ پراڻيون تصنيفون آهن، جن ۾ تصوف جا سمورا بنيادي اصول بيان ڪيا ويا آهن. پروفيسر رائيس (Royce) پنهنجي مشهور تصنيف ”ڪائنات ۽ فرد“ جلد پهرئين، باب چوٿين ۾ لکيو آهي ته ”صوفيائن عقيدن جو پورو داستان اپنشدن ۾ قلمبند ڪيو ويو آهي.“ اپنشد جي تعليم جو روح ”عرفانِ حقيقت“ [حقيقت جي معرفت = برهم گيان] آهي. جيڪڏهن انسان کي ان جي معرفت حاصل ٿي وڃي ته ساري ڪائنات جي معرفت حاصل ٿي ويندي.“

**تصوف جو مفهوم:** تصوف جي عالمن تصوف جون ڪيترين ئي لغوي معنائون ڪيون آهن، پر تصوف جي اصطلاحي معنيٰ آهي نفس جو تزڪيو (پاڪائي) ۽ صفائي ته جيئن قلب جي آئيني ۾ ”يار جي رخ جو عڪس“ منعڪس ٿي سگهي:

صوفين صاف ڪيو ڏوئي ورق وجود جو
تهان پوءِ ٿيو جيڏي پسڻ پرينءَ جو

تصوف جو اصل بنياد هن آيت مان ورتل چيو وڃي ٿو:
”فَمَن كَانَ يَرجُو لِقَاءَ رَبِّهِ فَليَعمَل عَمَلاً صَالِحاً وَلاَ يُشرِك بِعِبَادَةِ رَبِّهِ أَحَداً“ (18:110)

[”پوءِ جيڪو شخص پنهنجي رب سان ملاقات جو خواهشمند هجي ته ان تي لازمي آهي ته عمل صالح ڪري ۽ پنهنجي رب جي اطاعت ۾ ڪنهن کي شريڪ نه ڪري.“]

تصوف جي هڪ مڪتبہ فڪر موجب ترڪيبي عنصر ٽي آهن: ڪامل توحيد، ڪامل تقويٰ ۽ ڪامل محبت.

صوفين جو چوڻ آهي روح اعليٰ مقام تي پهچي باري تعاليٰ سان هم ڪلام ٿئي ٿو ته انهيءَ وجداني ڪيفيت جو اظهار سڀ کان پهرين بيبي **رابعہ بصري، ابو عبدالله محاسبي** ۽ **يحييٰ رازيءَ** ڪيو آهي. تصوف جي نظريي جي اِرتقا جي آخري دؤر جو آغاز ستين صدي هجري/13هين صدي عيسويءَ ۾ ٿيو جنهن ۾ **وحدت الوجود** جو اصطلاح چٽو ٿيو ان ڏس ۾ **حسين بن منصور حِلاج** اهم صوفي ٿي گذريو آهي. **ابن العربي** (678 هہ/ 1280ع) پهريون شخص هو جنهن مذهب ۽ وحدت الوجود جي اصول کي واضح ڪيو. هن چيو ته ابن تيميہ صحيح آهي ته ”مخلوق جو وجود عين وُجود خالق آهي.“ تصوف ۾ مشائخن ۽ صوفين جو سلسلو جُدا جُدا واسطن سان نبي سڳوري صلي الله عليہ وسلم تائين پهچايو وڃي ٿو يورپي محققن جي خيال ۾ تصوف جو عقيدو يوناني فلسفي يا شامي رهبانيت مان پيدا ٿيل آهي. ڪِن وري هِن عقيدي جون پاڙون زرتشتي مذهب يا هندستان جي ويدانتي فلسفي ۾ وڃي ڳوليون آهن. **البيرونيءَ** ۽ **دارا شڪوه**، اُنهن قياس آرائين ۽ قديم تصوف جي تصورن، اپنشد ۽ يوگا سُترا ۾ مشابهت جو تقابلي اڀياس (Comparative Study) ڪري، انهيءَ موضوع تي دليل ڏنا آهن: اُن جي برعڪس جن مرحلن مان گذري هاڻوڪين صوفيانہ مجلسن ۾ تصوف جو ذڪر پُهتو آهي، اُن مان اندازو ٿئي ٿو ته ٻڌمت جي فڪر ۾ به تصوف شامل هو. اسلامي تصوف ۽ اُن جي مختلف فرقن ۽



داتا گنج بخش

شاخن جي اشاعت ۽ ترقي، جيتري ننڍي کنڊ ۾ ٿي آهي، اوتري شايد ئي اسلامي دنيا جي ڪنهن علائقي ۾ ٿي هجي. حالانڪ شروع ۾ سڀ صوفي بزرگ ٻاهرين مُلڪن کان هندستان ۾ آيا. سڀ کان پهرين برصغير ۾ مشهور صوفي بزرگ حضرت **داتا گنج بخش** تشريف فرما ٿيو. اُن دؤر ۾ تصوف پنهنجي تاريخ جي ٻئي دؤر ۾ هو. **حسين بن منصور حلاج، ذوالنونِ مصري** ۽ **خواجہ بايزيد بسطامي** تصوف ۾ سالڪن واري گس کان هٽي ڪري مجذوبانہ روايتن کي وڌايو. داتا صاحب شريعت ۽ ديني اصولن جو پابند هو ان هوندي به ڪيرتي ۽ ڀڄن جي جاءِ تي قواليءَ کي متعارف ڪرائي ننڍي کنڊ جي سمورن عقيدن ۽ متن ۾ اسلامي عقيدي لاءِ احترام ۽ ادب جي گنجائش پيدا ٿي. ان کان پوءِ ننڍي کنڊ ۾ **چشتيہ سلسلو** تمام گهڻو مشهور ٿيو **خواجہ معين الدين چشتيءَ** کان سواءِ هن سلسلي جي ٻين

نالي وارن صوفي بزرگن ۾ **خواجہ بختيار ڪاڪي، شيخ حميد الدين ناگوري، بابا فريد گنج شڪر، خواجہ نظام الدين اولياء، خواجہ نصيرالدين چراغ دهلوي، خواجہ علاؤالدين صابر ڪليري، خواجہ بنده نواز گيسودراز، سيد اشرف جهانگير سمناني، شيخ ڪليم الله جهان آبادي** ۽ **خواجہ فخرالدين جهان** شامل آهن. چشتي بزرگ وحدت الوجود جا قائل آهن. جن جو چوڻ آهي تہ ڪائنات ۾ ڪابہ شيءِ پنهنجو وجود برقرار نہ ٿي رکي. يعني تمام وجود خدا جو مظهر آهن ۽ هر شيءِ ۾ خدا آهي ۽ خدا هر شيءِ ۾ آهي. هن نظريي کي **"همہ اوست"** بہ چيو ويندو آهي. اسماعيلي طريقي جي **پير ناصر خسرو ايراني، پير شمس سبزواري ملتاني، پير صدرالدين** ۽ پنجابي زبان جا مشهور شاعر **بابا بُلهي شاهہ، سلطان باهو، ماڌو لال شاهہ حسين** ۽ **خواجہ غلام فريد** بہ وحدت الوجود جي نظريي جا قائل هئا. سنڌ ۾ **قلندر شهباز، قاضي قاضن،**


حضرت لعل شهباز قلندر جو مقبرو

**شاهہ ڪريم بلڙيءَ وارو، شاهہ لطيف** ۽ **سچل سرمست** بہ وحدت الوجودي فڪر جا داعي آهن. چشتي ۽ **فاطمي** صوفين وٽ "ڳائڻ" (سماع) جي اجازت هوندي آهي. برصغير ۾ تصوف جي اشاعت ۽ ترقيءَ ۾ ٻيو سلسلو **"نقشبنديہ"** سڏبو آهي. **خواجہ بهاؤالدين محمد شاهہ نقشبندي** هن سلسلي جو باني آهي. جنهن هن سلسلي جو بُنياد بايزيد بسطاميءَ جي تعليم تي رکيو. ننڍي کنڊ ۾ هن سلسلي کي **خواجہ باقي باالله** ۽ اُن جي خليفي **شيخ احمد مُجدد الف ثانيءَ** جي ڏينهن ۾ شهرت ملي. دهليءَ ۾ **شاهہ ولي الله، شاهہ عبدالعزيز، شاهہ رفيع الدين، مرزا مظهر جان جانان.** مشهور پشتو شاعر **رحمان بابا** ۽ پنجاب ۾ **خواجہ خاوند محمود لاهوري، شيخ محمد طاهر قادري، خواجہ نورمحمد تيراهي** ۽ **غلام محي الدين قصوري** هن سلسلي جا مشهور بزرگ ٿي گذريا آهن. آخري دؤر ۾ **ميان شيرمحمد شرق پوريءَ** جو نالو سرفهرست آهي. هن سلسلي جا صوفي بزرگ مراقبي تي تمام گهڻو زور ڏيندا هئا. راڳ جي سخت خلاف هئا. ذڪر ۾ بہ ذڪر خفيءَ کي جائز سمجهندا هئا. **سهرورديہ** سلسلي کي ننڍي کنڊ ۾ **شيخ ابو نجيب** ۽ ان جي پائٽي **شيخ شهاب الدين سُهرورديءَ** کان ترقي ملي. ننڍي کنڊ ۾ **مخدوم نوح بکري، قاضي حميد الدين ناگوري، شيخ نورالدين مبارڪ غزنوي، سخي سرور، مخدوم جهانيان جهان گشت، سيد موج دريا، صدرالدين عارف** ۽ **شيخ بهاؤالدين ذڪريا مُلتاني،** هن سلسلي جا مشهور خليفا آهن. هيءَ سلسلو ساهہ کي روڪي "الله هو"، "الله هو" چوڻ جي تاڪيد ڪري ٿو. هِن ۾ راڳ رنگ بجاءِ قرآن جي تلاوت تي زور ڏنو وڃي ٿو. ذڪر ۾ ظاهر ۽ لڪل

ٻنهي کي پسند ڪن ٿا. **قادريہ سلسلي** جو باني **شيخ عبدالقادر جيلاني** غوث اعظم آهي. جنهن هن سلسلي جو بنياد جُنيد بغداديءَ جي تعليم تي رکيو. **شيخ عيسيٰ شرف الدين قتال،** هن سلسلي کي ننڍي کنڊ ۾ فروغ ڏياريو. سندس اولاد مان کي بزرگ بهاولپور جي شهر اُچ شريف ۾ بہ ٻهتا. جن ۾ **سيد محمد غوث، پيرمانڪي شريف، پير صاحب پاڳارو،** رانيپور جا **جيلاني سيد** ۽ **امام بري** ذڪر جوڳا آهن. سنڌ ۾ تصوف جي تاريخ گهڻي آڳاٽي آهي. جيڪي بزرگ صوفي ۽ درويش تصوف جا ٿنيا ڳڻيا وڃن ٿا. تن مان ڪي صوفي بزرگ سنڌ جا هُئا. جن کي اُستاديءَ جو فخر پڻ حاصل هو.

تصوف جا بہ وڏا مڪتب بغداد ۾ هئا. جن مان هڪڙي جو روح روان ۽ اڳواڻ **ابوالقاسم جنيد بغدادي** (207- 297هہ/ 822- 909ع) هو. جيڪو شيشہ گر ۽ پانولي هو. پنهنجي مامي، سري سقطيءَ کان تعليم ورتي هئي. جيڪو معروف ڪرخيءَ جو مُريد هو. **معروف ڪرخي ايراني** هو ۽ **امام علي بن موسيٰ رضا** جي هَٿ تي ايمان آندو هُئائين. هن مڪتب ۾ تصوف ۽ طريقت جي دعوت لاءِ مسجدن کي استعمال ڪيو ويو ۽ روحانيت جي طالبن جا حلقا پيدا ڪري، مجاهدي ۽ رياضت سان عملي سکيا جاري رکي وئي. ٻِن مڪتب فڪر جو ٻيو فيلسوف **بايزيد بسطامي** هو. جيڪو شيخ جنيد بغداديءَ جو معاصر هو سندس پورو نالو **بايزيد طيفور بن عيسيٰ بسطامي** هو سندس فلسفي جو اثر جنيد بغداديءَ تي پيو. ٽيون وڏو مڪتب نيشاپور ۾ **ابونصر سراج طوسي** (وفات 387 هہ/ 997ع) قائم ڪيو. جنهن پاڻ تصوف جو پهريون ڪتاب "اللمع" لکيو جنهن جي تقليد شيخ علي بن عثمان هجويري (المعروف داتا گنج بخش، وفات 465هہ/1072ع)، پنهنجي تصنيف **"ڪشف المحجوب"** جي صورت ۾ ڪئي. اُن جي شاگردي "طبقات صوفيہ" جي مصنف ابو عبدالرحمان سلميءَ (وفات 412هہ/ 1021ع) ڪئي. بايزيد بسطاميءَ، جنهن جو جُنيد بغداديءَ جي نقطہءِ نظر تي وڏو اثر پيو، علم ۽ زهد وارو هو بايزيد بسطاميءَ کي مادر زاد ولي ليکيو ويو آهي. سندس معتقدن ۽ شاگردن جي فهرست ۾ گهڻا اهل الله ۽ صوفي بزرگ اچي وڃن ٿا. جن مان **شيخ ابو موسيٰ ديبلي سنڌي،** سعيد منڪوراني، سعيد راعي، خطاب طرزي، ابو موسيٰ خادم وغيره قابل ذڪر آهي. شيخ ابو نصر سراج ڪتاب "اللمع" ۾ بايزيد بسطاميءَ جي استادن ۽ رفيقن مان شيخ ابوعلي سنڌيءَ کي بہ ڳڻيو آهي.

شيخ ابوعلي سنڌي هڪ وڏو صوفي ۽ اهلِ الله هو. جنهن کان بايزيد بسطاميءَ پڻ تعليم پرائي ۽ وحدت الوجود جو سبق پرايو. اُن مان اهو ثابت ٿو ٿئي تہ سنڌ ۾، ٻي صديءَ جي آخر ۽ ٽين صديءَ جي اوائل ۾ ئي، تصوف عروج تي پُهچي چُڪو هو. مشرق ۾ اُها فضيلت فقط سنڌ کي ئي حاصل رهي آهي. **ابو علي سنڌي،** سنڌ جو پهريون صوفي بزرگ هو. جيڪو بايزيد بسطاميءَ جو وڏو رفيق هُو. ابو موسيٰ ديبلي سنڌي، سنڌ جو ٻيو صوفي هو. جو بايزيد جو شاگرد ۽ مريد هو. شيخ بايزيد بسطامي، شيخ ابوعلي سنڌيءَ کان جيڪا توڪل سِکي، سا وحدت الوجود واري توحيد هئي. انهيءَ عقيدي سبب عالمن طرفان تهمتون ۽ تڪليفون سٺائين. اُن بعد **قادري، سُهروردي، چشتي، نقشبندي** ۽ **فاطمي** صوفي (باطني) طريقن جو اثر سنڌ تي پيو. **سهروردي سلسلو** سنڌ ۾ سيني کان پهرين آيو ۽ هِتان ئي برصغير هند ۾ پکڙيو. ستين صدي هجريءَ جي شروع ۾،

مخدوم نوح بکريءَ، سنڌ ۾ **سُهروردي طريقي** جو بنياد وڌو. هِن طريقي جو باني حضرت ابوحفص عُمر شهاب الدين هو، جيڪو عراق عجم جي ڳوٺڙي 'سُهرورد' ۾ 536هه/ 1141ع ۾ ڄائو هو؛ بعد ۾، بغداد ۾ شيخ عبدالقادر جيلانيءَ (وفات 561هه/ 1165ع) کان روحاني فيض ورتائين. اُن بعد علم ۽ فضل ۾ ايتري تہ شهرت حاصل ڪيائين، جو ننڍي کنڊ جي ڪيترن بزرگن بغداد پهچي، ڪائنس فيض حاصل ڪيو. اهڙن بزرگن مان سڀ کان اڳ اُها سعادت مخدوم نوح بکريءَ کي نصيب ٿي، جيڪو بغداد ۾ پهتو


صوفي شاهہ عنايت جي درگاهہ

۽ شيخ شهاب الدين کان خلافت جو خرقو وٺي، وطن وريو. اُن کان گهڻو پوءِ حضرت بهاؤالدين ذڪريا ملتاني ۽ بابا فريد شڪرگنج بہ بغداد ۾ پهچي، ڪائنس فيض پرايو. **سُهروردي طريقي** جا خاص بنيادي نڪتا هيئيان هُئا: خلق جي خدمت ۽ ڪنهن بہ شيءِ کي پنهنجو ڪري نہ ڄاڻڻ. **قادري سلسلي** ۾، شريعت جي پيروي گهڻي ڪئي ويندي آهي. ننڍين ننڍين بدعتن کي بہ مڪروهہ ڄاڻي پاسو ڪيو ويندو آهي. هن سلسلي ۾ ساز سرود ۽ راڳ جائز نہ آهي. ذڪر خفي ۽ جلي (لڪل ۽ظاهر) ٻنهي طريقن سان صحيح آهي، پر حلقو ٻڌي وڏي آواز ذڪر جون چار تسبيحون پڙهيون وڃن ٿيون. هي سلسلو سنڌ ۾ جيلاني سيدن جي آمد سان شروع ٿيو. 11 ۽ 12 صدي هجريءَ ۾، هيءُ سلسلو زور هو سلطان باهو، گهوٽڪيءَ وارن جيلاني سيدن ۽ اڳتي هلي غلام حيدر ڪٽبار هِن سلسلي کي زور وٺايو. پيرمحمد راشد روضي ڌڻيءَ جي ڪري هي سلسلو سنڌ ۾ وڌيو. پرچوندي شريف، امروٽ، ٻائيجي، هاليجي، ٽريچاٽي، جلال پهوڙ رتيديري، ڪوٽ پٺي ۽ پير شريف ۾ شاخون قائم ٿيون. ڏکڻ سنڌ ۾، ڪڙيي گهنور ۾، خليفي محمود نظامائيءَ جي قادري درگاهہ زور ورتو جنهن جا بہ ملفوظات شريف "توفيق الطالبين" (مرتب: خليفو گل محمد "گل") ۽ "سراج العاشقين" (مرتب: خليفو ملوڪ چانڊيو) آهن. سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿي ڇپرايا ويا آهن. 10 صدي هجريءَ ۾ ميون شاهہ ڪريم، **سُهروردي سلسلي** سان گڏ **قادري طريقت** جو پڻ شيخ هو. ڀٽائي صاحب جو والد شاهہ حبيب بہ **قادري طريقي** جو سيد هو. شاهہ عبداللطيف ڀٽائي اُنهيءَ سلسلي ۾ توحيد، ذڪر سان گڏ راڳ کي بہ شامل ڪيو. هي عجيب امتزاج آهي. **نقشبندي سلسلو** 11- 12 صدي هجريءَ ڌاري سنڌ ۾ پهتو. مخدوم ابوالقاسم درس ۽ مخدوم آدم اُن جا روح روان هئا. خواجہ ابوالقاسم نٿويءَ جا 22 خليفا ٿيا، جن مان هڪ مخدوم مُعين ٺٽوي، وڏو محدث ۽ فيلسوف پڻ هو جيڪو سندن پيرانديءَ ۾ دفن ٿيل آهي. مخدوم معين، شاهہ عبداللطيف جو گهاٽو دوست ۽ معتقد هو. لنواريءَ وارا بزرگ پڻ هن سلسلي سان وابستہ هئا. راڳ ۽ سرود هن سلسلي ۾ حرام سڏيو ويو آهي. جڏهن تہ مخدوم معين ۽ شاهہ لطيف وٽ راڳ جي اهميت هئي. ان حوالي سان هو ٻئي وحدت الوجودي هئا. **چشتي طريقي** جو باني خواجہ معين الدين چشتي اجميري هو، جنهن سمرقند ۽ علم جي تحصيل لاءِ عراق ڏانهن ويندي واٽ تي نيشاپور جي آسپاس خواجہ عثمان هارونيءَ جي خدمت ۾ حاضر ٿي، خلافت جو خرقو ڍڪيو. خواجہ صاحب، 567هه/ 1171ع ڌاري حج جي سعادت حاصل ڪرڻ کان پوءِ، ملتان آيا. بعد ۾ غزني، لاهور ۽ ملتان ۾ هن سلسلي، خواجہ قطب الدين بختيار ڪاڪي ۽ ٻين مُعتقدن ذريعي وڏي ترقي ڪئي. هن سلسلي ۾ سماع ۽ راڳ جو رواج عام آهي. راڳ ٻڌڻ مهل مٿن جذب جي ڪيفيت طاري ٿيندي آهي.

تصوف ۾ بہ اصطلاح ڪتب اچن ٿا، هڪ آهي **وحدت الوجود** ۽ ٻيو آهي **وحدت الشهود**. وحدت الوجود جي وڏن شارحن ۾ **ابن العربي** جو نالو مٿانهون آهي. سندس تصنيف ۾ **"فتوحات مڪيہ"**، **"شجرة الڪون"** ۽ **"فصوص الحڪم"** سند جي حيثيت رکن ٿا. اهي ڪتاب عام فهم نہ آهن. ابن اثير، ابن جوزي ۽ ابن اثير پارا وڏا عالم ابن العربي کي ملحد سڏين ٿا. مجدد الف ثاني کان سواءِ علامہ اقبال جو بہ اهوئي خيال هو. هي وحدت الشهود جا حامي هئا. ان کان پوءِ **امام غزالي** وحدت الوجود کي فلسفيانہ انداز ۾ بيان ڪيو. ان سلسلي ۾ حضرت شهاب الدين سهروردي ۽ خواجہ اجميري جهڙا عالم ۽ صوفي بہ سندس نظريي جا قائل هئا. غزاليءَ کان پوءِ سنائي (وفات 505هه/ 1111ع) ان کان پوءِ اوحد الدين ڪرماني (وفات 536هه/1141ع) ۽ خواجہ فريد الدين عطار، وحدت الوجود جا شارح ۽ مبلغ رهيا آهن. حضرت عطار پنهنجي مثنوي **"منطق الطير"** ۾ وحدت الوجود واري راز کي پنهنجي شاعريءَ ۾ چٽو ظاهر ڪيو. سندس هڪ رباعيءَ جو مطلب آهي تہ "خدا تعالىٰ پاڻ کي سواءِ ٻين جي موجود هجڻ جو وهم پيدا ڪري، خوامخواه دنيا ۾ هنگامو مچائي ڇڏيو آهي. صرف 'ڪُن' چئي موجودات کي هستيءَ جو انداز ڏئي، خود پنهنجي هستيءَ کي گمان ۾ وجهي ڇڏيو. حالانڪہ اکين ۾ بہ پاڻ آهي ۽ ٻاهر بہ پاڻ آهي، ڏسڻ وارو بہ پاڻ آهي ۽ ڏسڻ ۾ ايندڙ وجود


ڀٽائيءَ جو مقبرو

بہ پاڻ آهي. خود پاڻ انهن ٻنهي حيثيتن جي وچ ۾، عبادت ۽ پرستش جو هڪ وهمي پردو لڙڪائي ڇڏيو اٿس" ۽ پوءِ باقي متڪلمين سندس خيالن جي پوئواري ڪئي. متڪلمين جو خيال آهي تہ عالم حادث ۽ سندس حدوث زماني آهي. يعني عالم عدم مان پيدا ٿيو آهي. ڪي صوفي محقق چون ٿا تہ عالم حادث ضرور آهي، پر سندس حدوث زماني نہ آهي. ان مان

هزارين انگ ڦٽن ٿا. بحرتہ هڪ آهي. ان ۾ گوهر، مڇي ۽ موج آهي، سڀ هڪ آهي پر ٽيڏي ڪي ڪير سمجهائي. شاهہ لطيف، روميءَ جي پيروي ڪندي چيو تہ:

ٽيڏي پسي ٽي، پر هوت تہ آهي هڪڙو!

تصوف جي فڪر جو نہ صرف ايراني، عربي، اردو ۽ هندي، شاعري تي وڏو اثر پيو، پر سنڌي شاعري تہ جهڙوڪر انهي فڪر جي پيداوار آهي. هڪ دور ۾ سنڌي ٻوليءَ جا شاعر تصوف جا وڏا پرچاري هئا. جن ۾ قاضي قادن، مخدوم سرور نوح، شاهہ ڪريم، شاهہ لطف الله قادري، ميون شاهہ عنات رضوي، شاهہ لطيف، سچل سرمست، سامي، مخدوم محمد زمان لنواري شريف، عبدالڪريم گرهوڙي، روحل فقير، دلپت فقير، مراد فقير جهڙن عظيم شاعرن جو فن ۽ ڪلام تصوف جو منبع آهي.

ڪلاسيڪي دور کان پوءِ جي شاعريءَ ۾ ديوان گل، ديوان قاسم، ديوان فاضل، ديوان گدا، ديوان سانگي، ديوان بلبل، ديوان قليچ، ديوان قادري، ديوان حامد، ديوان نجفي، ديوان واصف، ڪليات عزيز، ڪليات مسافر وغيره ۾ تصوف جي اپٽار ٿيل آهي. ان کان سواءِ بيدل بيڪس، حمل، ٻيل فقير، اشرف شاهہ، قطب شاهہ، مصري شاهہ، شاهہ نصير، صوفي صادق، منٺار فقير، پڪن ڏني، محمد فقير کٽياڻ، پير ڪمال شاهہ، چتو فقير سانگي، عثمان فقير سانگي، اميد علي شاهہ، اصغر علي شاهہ راشدي ۽ ويجهي دور ۾ جانڻ چن شاعريءَ ۾ تصوف کي پنهنجو موضوع سخن بنايو آهي.


حضرت سچل سرمست جو روضو

هنن غزل، بيت، ڏوهيڙا، ڪافيون ۽ وايون لکيون آهن. سڀ کان صوفي رنگ جي خوبصورت، پيرائي ۾ شاعريءَ جو انداز پٽائيءَ وٽ ملي ٿو، جنهن تصوف جي نازڪ مسئلن سان سهل ۽ سهڻي تشريح ڪئي آهي. ان کان پوءِ سچل ڪليل نموني تصوف جي تشهير ڪئي آهي. ان کان پوءِ ساميءَ کي، لطيف ۽ سچل سرمست جي فڪري شاعريءَ جو تسلسل سمجهڻ گهرجي. ان بہ تصوف ۽ ويدانيت جي اوٽ ۾، مذهب ۽ ڌرم، پنڊتن ۽ ٻاون، ملن ۽ مولوين تي چوٽون ڪيون آهن. تصوف اسان جي ادبي ۽ فڪري ورثي طور سفر ڪندو رهي ٿو جو جديد شاعري بہ ان فڪر جي ڪان آجي قرار ڏئي ڪانہ سگهبي. جديد شاعرن ۾ شيخ اياز وٽ تصوف جو فلسفو موجود آهي. هن پنهنجي ڪتاب "ڪتين ڪر موڙيا" ۾ لکيو آهي تہ "اهو وحدت الوجود جو فلسفو آهي، جو روميءَ کان بيدل دهلويءَ ۽ شاهہ لطيف کان ساميءَ تائين ڦهلايو ويو آهي. وحدت الوجود فلسفو فقط نظريو (Theory) نہ آهي، ان جا زبردست عملي ۽ اخلاقي اشارا ۽ معنائون آهن.

محترم جي. ايم. سيد بہ صحيح نتيجي تي پهچي سگهيو آهي ۽ لطيف جي شاعريءَ سندس رهنمائي ڪئي آهي."

شيخ اياز اِن معاملي ۾ اسپنوزا ۽ شوپنهار کان متاثر هو جيڪي سندس نظر ۾ وحدت الوجودي هئا ۽ هندي فلسفي کان متاثر هئا. ان ڏس ۾ شيخ اياز، اسپنوزا جا هيٺيان اڻ وسرندڙ لفظ پنهنجي رهنمائيءَ لاءِ پيش ڪيا آهن:

"The greatest good is the knowledge of the union, which the mind has with the whole of nature."

[گهڻي ۾ گهڻي چڱائي، انهيءَ وحدت الوجود جي علم ۾ آهي، جو انسان کي ساري فطرت سان ملائي ٿو.]

ڪاڏي ڪاهيان ڪرهو، چوڏس چتاءُ،
راتُو ئي راتُو، ريءَ راتي پيو ناهہ ڪي.
(شاهہ)

ڀٽائيءَ جي تصوف بابت شيخ اياز لکيو آهي تہ:

"ان ۾ شڪ نہ آهي تہ شاهہ لطيف صوفي هو، پر صوفي رومي بہ هو، بيدل دهلوي بہ هو."

سنڌي شاعريءَ ۾ جديد دور ۾ حضرت مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ جي شاعريءَ ۾ بہ تصوف جو رنگ غالب ملي ٿو.

فارسي ۽ اردوءَ جا ٻيا ڪيئي شاعر بہ هئا. تصوف جو اثر نہ فقط هن نندي ڪنڌ جي فارسي شاعريءَ تي ٿيو آهي، پر ڪنهن حد تائين هندي شاعريءَ تي بہ ٿيو آهي، ۽ گورڪناٿ جي پريم مارڳ تحريڪ کان وٺي ڪبير جي ڀڳتي تحريڪ تائين ۽ گرونانڪ جي پريم مارڳ تحريڪ تي تصوف جو اثر ظاهر آهي. پر ڀٽائي اِن ڏس ۾ نرالو آهي. ڀٽائيءَ جو تصوف سان لڳاءُ، نہ فقط ظلم لاءِ نفرت، دولت ۽ اقتدار لاءِ نفرت، ۽ تعصب لاءِ نفرت جي ناڪاري وٺي پيدا ڪئي، پر ان جا هاڪاري پاسا بہ هئا ۽ اهي هئا رنگ، نسل، قوميت ۽ مذهب جي اختلاف جي باوجود انسانيت تي ايمان ۽ انسان ذات سان محبت، پنهنجي ديس جي عوام سان الست بربڪم واري وقت کان وٺي انس ۽ ايفا جو وعدو ۽ ان جي ڏک درد، اهنج ايذاءَ سان همدردي ۽ انهن جي ڏکيءَ سکيءَ زندگيءَ ۾ بي انتها دلچسپي. اهي هاڪاري پاسا انهيءَ نفرت جا، جيڪا هن ۾ وحدت الوجود جي فلسفي، ظلم، دولت، اقتدار ۽ تعصب لاءِ پيدا ڪئي هئي. (جر ۾ ٿو جرڪان، ص: 235)

شاهہ لطيف ۽ روميءَ ۾ غير معمولي هڪجهڙائي ۽ هم آهنگي هئي. ٻئي فراخ دل، آزاد خيال ۽ انسان دوست هئا ۽ ٻئي ڪنهن بہ قوم ۽ مذهب جي متيڊ کان سواءِ سيني کي پيارا آهن. شاهہ جي ڪلام جي پيڙهہ تصوف تي آهي. هو سيني جوو گهڻگهرو ۽ مددگار آهي:

صوفي لاڪوفي، ڪو نہ ڀانئين ڪير،
منجهان ئي منجهہ وڙهي، پڌر نہ آهس پير،
جنين سانُس وير، ٿئي تنين جو واهرو.

پر هي اهو تصوف نہ آهي، جيڪو صوفين کي بي عمل بنائي ڇڏيندو آهي ۽ زماني سان واسطا ٽوڙي "ترڪ" جو رستو ڏيکاريندو آهي. اسلام ۾ هڪ اهڙو دور بہ ملي ٿو، جنهن ۾ ڪيترا فلسفي، يوناني فلسفي کان متاثر ٿيا. جنهن جو لاڳاپو متحرڪ حياتيءَ کان ٽٽي عينيت (Idealism) ۾ بدلجي ويو. اها يوناني محدود عقليت (Rationalism) هئي، جنهن جا رومي ۽ ڀٽائي مخالف هئا.

**تصوف اور ڪلاسيڪي سنڌي شاعري** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب سنڌ جي نامور نقاد ۽ اديب رشيد ڀٽيءَ جي اردوءَ ۾ لکيل هڪ طويل ۽ جامع مضمون تي مشتمل آهي. جنهن ۾ هن تصوف جي تاريخي پس منظر جي روشنيءَ ۾ سنڌي ڪلاسيڪي شاعريءَ جو تفصيلي جائزو ورتو آهي. هن تحقيقي مضمون ۾ رشيد ڀٽيءَ لوڪ ادب، اساسي شاعريءَ مان قاضي قادن، شاهه ڪريم بلڙيءَ واري، شاهه لطف الله قادري، شاهه عنايت رضويءَ کان وٺي سنڌي ڪلاسيڪي شاعريءَ ۾ شاهه لطيف، مخدوم محمد شريف راڻيپوري، صاحب ڏني فاروقي، خواجه محمد زمان، نانڪ يوسف، دلپت صوفي، صوفي صادق، خوش خير محمد، حمل فقير، خليفي نبي بخش، بيدل، بيڪس، شاهه نصير، مصري شاهه، درياهه خان، حسن بخش شاهه، مهدي شاهه، جهانيان پوٽي ۽ ٻين شاعرن جو جائزو ورتو آهي ۽ ان ۾ سنڌي تصوف جي جامع ابتار ڪئي آهي.




هي ڊيمي سائيز جي 112 صفحن تي مشتمل ڪتاب، سنڌي ادبي سنگت، سنڌ پاران جنوري 2010ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. هن ڪتاب ۾ پهريون ڀيرو اردوءَ ۾ تصوف ۽ ڪلاسيڪي سنڌي شاعريءَ تي تفصيلي روشني وڌي وئي آهي.

**تصوف جو پيغام** (ڪتاب): هي ڪتاب صوفي لعل محمد شفيع محمد چانڊيي جو لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ تصوف جي موضوع تي انسان کي مختلف بزرگن جي حالات زندگيءَ ذريعي سمجهاڻيون ڏنيون ويون آهن. ڪائنات جي مختلف رنگن ۽ شين کي سمجهڻ لاءِ به مفصل حڪايتون بيان ڪيون ويون آهن. هن ڪتاب جو تفصيلي مهاڳ نامياري دانشور محمد ابراهيم جويي لکيو آهي. ڊيمي سائيز، رنگين ٽائيٽل واري هن ڪتاب جي قيمت 30 رپيا آهي ۽ ان ۾ 68 صفحا آهن. هي ڪتاب سنڌ فرينڊس سرڪل حيدرآباد پاران 2002ع ۾ شايع ٿيو.




**تصوف جي تاريخ** (ڪتاب): هن ڪتاب جو ليکڪ مولوي نور محمد سنڌي آهي. هن ڪتاب ۾ 22 باب آهن. جن ۾ تصوف ۽ اسلام ۽ مختلف صوفي بزرگن جو احوال موجود آهي. 108 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب گلشن پبليڪيشن پاران 2004ع ۾ ڇپيو آهي. ڪچي جلد واري ڪرائون سائيز جي هن رنگين ڪتاب جي قيمت 50 رپيا آهي.




**تصوف جي چير ڦاڙ** (ڪتاب): مشهور ڪهاڻيڪار نجم عباسيءَ جو هي ڪتاب، تصوف جي باري ۾ موجود جاهلاڻه تصورن جي سائنسي ۽ عقلي دليلن وسيلي ڇنڊ ڇاڻ ۽ پرک تي مشتمل مضمونن تي آڌاريل آهي. ڪتاب جو انتساب ليکڪ پاران گل محمد جکراڻيءَ جي نالي ڪيل آهي. نجم عباسيءَ جا تصوف جي موضوع سان لاڳاپيل 12 مضمون هن ڪتاب ۾ شامل آهن. ڊيمي سائيز جو ڪچي جلد سان هي ڪتاب، سنڌي ساهت گهر حيدرآباد 2000ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. 134 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 50 رپيا آهي.




**تَصوير**: ڪنهن قدرتي منظر، نظارن، جانورن، پکين، ماڻهن ۽ گلن ٻوٽن وغيره جو هوبهو خاڪو يا شڪل، جنهن کي "مصوري" يا چترڪاريءَ جو فن به چئبو آهي. موجوده دور ۾ فوٽوگرافيءَ ذريعي به تصوير ڪڍي سگهجي ٿي. تصوير رنگين به ٿئي ته سادي سودي بنا رنگن واري به ٿيندي آهي. مجسمي سازي پڻ هن دائري ۾ شامل آهي، اُها جدا صنف آهي. مصر، يونان يا ٻين ملڪن ۾ پٿر تي اُڪَرَ جو ڪم مشهور ۽ تاريخي نوادارات ۾ شامل آهي. سنڌ ۾ مقبرن، مزارن ۽ ڪن يادگار جاين اندر مصوريءَ جو ڪم عام ٿيندو آهي. بعض تاريخي ڪتابن ۽ بياضن ۾ قلم يا سنهي برش سان تصويرون ڪڍيل آهن. اسلام جي ڪن شارحن وٽ جيتوڻيڪ مصوريءَ ۽ بت تراشيءَ کي ممنوع قرار ڏنو ويو آهي، ليڪن ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته مسلمانن هن فن کي بلڪل ترڪ نه ڪيو هو، بلڪ پنهنجي رهائش گاهن ۽ آثارن تي ساهوارن جون تصويرن جي همت افزائي ڪندا هئا. سائنس جي ترقيءَ، ڪئميرا جي ايجاد، تصوير ڪشيءَ کي وڌيڪ آسان ڪيو آهي. هن وقت جديد ترين ڪئميرائن، موبائيل فون وغيره ذريعي خوبصورت منظر سيڪنڊن اندر محفوظ ڪرڻ جي صلاحيت حاصل ڪئي وئي آهي. تصويرن کي خاص شيشي (Optical Lens) ذريعي محفوظ ڪيو ويندو آهي. جڏهن ته هلندڙ ڦرندڙ شين جي منظر کي پڻ محفوظ ڪرڻ لاءِ وڊيو ڪئمرائون عام آهن. (وڌيڪ ڏسو: فوٽوگرافي)

**تصوير سنڌ** (ڪتاب): هي ڪتاب، جنهن ۾ سومرن جي بادشاهيءَ جا نقش ۽ نشانيون بيان ڪيل آهن. مشهور عالم، محقق ۽ زرعي سياستدان ايم. ايڇ. پنهور جي انگريزيءَ ۾ لکيل ڪتاب "An Illustrated Historical Atlas of Soomra Kingdom of Sindh" جي سنڌي ترجمي تي مشتمل آهي. جيڪو عمر سومري ڪيو آهي. ڊبل ڊيمي سائيز جي 248 صفحن ۽ ڇٽن رنگن واري ٽائيٽل جي هن ڪتاب جي قيمت 600 رپيا آهي ۽ ڪتاب



سنگم پبليڪيشن، سجل ڳوٺ، ڪراچيءَ پاران 2006ع ۾ ڇاپي، عمر سومرو اڪيڊمي، ڪراچيءَ پاران پڌرو ڪيو ويو آهي. ڪتاب ۾ موجود تصويرن جي فوٽو گرافي محمد علي قادريءَ جي ۽ گرافڪ ورڪ احمد سومري جو ڪيل آهي.

هن ڪتاب جي ارپنا ايم. ايڇ. پنهور پنهنجي گهرواريءَ فرزانه پنهور جي نالي ڪئي آهي. ڪتاب جو نثري مواد 28 بابن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ سومرا گهراڻي جي حاڪمن عرب دؤر ۾ سنڌ جي ٿهيل نقشن، سومرن جي حڪمرانيءَ کان اڳ وارن آزاد اسلامي ملڪن ۽ غير اسلامي پاڙيسري ملڪن، سومرن حاڪمن ۽ همعصر اسلامي دنيا ۽ هند جون حڪومتون، سنڌ ۽ دهلي سلطنت جي لاڳاپن، سنڌ- ملتان لاڳاپن، منگول شهنشاهت ۽ سنڌ، بروهين جي سنڌ ڏانهن لڏپلاڻ ۽ لاڏائن جي پاڇڙ، ابن بطوطه جي سنڌ جي سفر، محمد بن تغلق جي سنڌ تي ڪاهن، سومرن جي دور جي سنڌ جي جاگرافي، سومرا دور ۾ سنڌو درياهه جي صورتحال، سومرا دور جي آبپاشي نظام ۽ زراعت، سومرا دور جي سنڌين جي کاڌ خوراڪ، واپار، سماجي زندگيءَ، تعليم، مذهب، روحاني تحريڪن، هنرن، ڪاريگرن، تعميرات، پراڻن آثارن، سنڌي ٻوليءَ جي سرڪاري ٻوليءَ طور اوسر، سنڌي ادب، ٻاهرين دنيا سان ادبي ناتن، سائنس، ٽيڪنالاجي ۽ ڏکڻ ايشيا ۾ آباد نسلن بابت تفصيلي، تاريخي ۽ تحقيقي مواد موجود آهي. ان کانسواءِ نقشن واري حصي ۾ سنڌ جي جاگرافيائي بيهڪ، سومرن جي اتر ۽ ڏکڻ سنڌ ۾ موجود شهرن، سنڌوءَ ۽ هاڪڙي جي وهڪرن جا نقشا، سنڌ ۾ آيل عرب سياحن جا ٺاهيل نقشا، عباسي، قرمطي، غزنوي، سلجوقي دور جي علائقن، مطلب ته 13 کان 16 صديءَ جي سنڌ، بلوچستان ۽ ڏکڻ ايشيا جي ملڪن جا نقشا، سنڌو درياهه جي دور وار وهڪرن، آمد ورفت جي رستن، ڏکڻ سنڌ جي زمين جي جيومارفالاجي، گرمي ۽ ٿڌ جي مختلف وقتن ۾ ماپ ۽ واپاري رستن جا نقشا ۽ اتر ۽ ڏکڻ سنڌ جا قبيلائي نقشا ڏنا ويا آهن. ان کانسواءِ ڪيترا چارٽ، ٽيبلون ۽ تصويري سمجهاڻيون به هن ڪتاب ۾ موجود آهن. هي ڪتاب سنڌ جي سومرا دور جو پنهنجي نوعيت جو پهريون ڪتاب آهي، جنهن جي تياريءَ ۾ محقق ۽ ليکڪ ايم. ايڇ. پنهور صاحب جديد سائنسي تحقيق جا سمورا طريقا استعمال ڪري، تز ۽ درست نتيجا ڪڍيا آهن ۽ مفروضن کي رد ڪري، حقيقي تاريخ پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

**تصوير نگاري** (Petroglyph): قديم زماني جي ماڻهن، پنهنجين سوچن، خيالن، ريتن رسمن ۽ مذهبي لاڙن کي پٿر تي تڏهن اڪيريو جڏهن ڪاغذ ايجاد نه ٿيو هو پٿر تي نڪتل چٽن ۽ تصويرن اڪيرڻ جي فن کي نقش نگاري، تصوير نگاري سڏجي ٿو دنيا جي هرانهيءَ خطي ۾ جتي اوائلي تهذيبن جنم ورتو آهي اتي پٿر تي تصوير نگاريءَ جا نمونا ملن ٿا. هندوستان ۽ پاڪستان ۾ ڪيترن هنڌن تي هن قسم جا چٽ مليا آهن. تاريخ کان اڳ واري دور ۾ پٿر تي ٽيل اڪر يا نقش نگاريءَ ۾ مختلف جانورن جون تصويرون، شڪار جا منظر، مذهبي لاڙن يا رجحانن کي ظاهر ڪندڙ علامتون ۽ انهن بابت تجريدي چٽ، ان زماني جي سماج جي ڪافي حد تائين، نشاندهي ڪن ٿا. ڪيرٿر جي مختلف هنڌن تي اوائلي دور جون، ماڻهن، جانورن جن ۾ سرهن، گڊن وغيره جون ابتيون سبتيون شڪليون نڪتل آهن. خاص ڪري ڪتي جي قبر ڏانهن ويندي سيتا نئن جي ٻئي ڪناري تي "شاهه ڪنب" وٽ، اهي شڪليون ڪافي تعداد ۾ ملن ٿيون. ان ڪري انهيءَ هنڌ کي مقامي ماڻهو سڏيندا ئي "چٽن واري پر" آهن. ساڳي ئي نموني ڪيرٿر ۾ ڏمڙي لڪ لهڻ مهل به اهڙا چٽ نمايان نظر ايندا. قديم زماني کان اسلام جي ظهور پذير ٿيڻ تائين سنڌ تي هندومت، جين مت ۽ ٻڌمت جو گهرو اثر رهيو. ڪيرٿر جي "سدو مزو ڍهه" وٽ لکيل ڪجهه تحريرون پشاور يونيورسٽيءَ مان پڙهايون ويون آهن



ته اهي لکتون برهمي لپيءَ جون چيون وڃن ٿيون. اها لکت ڏکڻ ايشيا ۾ ٽين صدي ق. م تائين لکڻ ۾ ايندي هئي. انهن لکتن ۾ ڪجهه هن قسم جا لفظ مليا آهن. متارو، پرنداپ، دارا ۽ ڏمشا وغيره. (هن قسم جي تصوير نگاريءَ تي سنڌ ۾ تحقيق هلي رهي آهي). انهن نالن کان سواءِ ڪجهه شڪليون به آهن، جيڪي سچاپچي سگهجن ٿيون. جيئن پنجن اسٽوپائن جا نشان، ڍڳو، گهوڙو، هڪ ناچڻي جي اکر، سواستيڪا جو نشان وغيره سدو مزو ڍهه کان سواءِ ڪيرٿر ۾ اهڙي قسم جي تصوير نگاري "نئن جهڏڙي ڪنب" وٽ ملي ٿي، جيڪو نئن نلي ڏانهن وهندڙ زئيني ڍوري جي ڪناري تي آهي، پپر ڪنب جي سامهون پورن ڏڙن وٽ آهي.

**تصويرون** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب ساڌو ٽي. ايل. واسواڻيءَ جي يادگيرين تي مشتمل آهي، جنهن ۾ هن پنهنجي جيون جا ڪي آزمودا بيان ڪيا




آهن. هو لکي ٿو ته: "جيون آهي آزمودا. ڪيتريون ڳالهيون وسري وڃن ٿيون، جو ته انسان جي يادگيري جهڪي آهي. نڪا مون ڪا ڊائري رکي، جنهن ۾ روز بروز جون ڳالهيون نوٽ ڪريان. منهنجي يادگيرين جي اندر هڪ سوال وري وري منهنجي اڳيان پئي آيو آهي: "پيارا: تنهنجو گهر ڪٿي آهي؟" وغيره.

هن ڪرائون سائيز جي ڪتاب جا 48 صفحا ۽ قيمت پنج رپيا آهي. هي ڪتاب 1979ع ڏاري پوني ۾ ڇپيو.

**تضاد** (ڪتاب): هي سنڌ- هند جي مشهور شاعر واسديو موهيءَ جي انهن ڪرتائن جو مجموعو آهي، جن کي نئين ڪوتا چيو ويندو آهي. واسديو موهي اصل ۾ ميرپورخاص سنڌ ۾ 1944ع ۾ جنم ورتو هو. واسديو هند ۾ نئين ڪوتا جي معيار کان جديد شاعرن جي پهرين صف ۾ ڳڻيو وڃي ٿو.

هن ڪتاب جو مهاڳ سنڌي زبان جي لاڏلي ليکڪ موهن ڪلپنا لکيو آهي، جنهن مهاڳ ۾ واسديو جي شاعريءَ متعلق همعصرن جا رايا به شامل ڪيا آهن. موهن ڪلپنا لکي ٿو ته موهي تحت الشعور جي غير منطقيت جو حامي، هستيوادي (وجوديت) شاعر آهي. موهيءَ جي هن ڪوتا ۾ بحر وزن نه




آهي، پر موهيءَ جي جذبي ۽ فڪر ۾ بحر ۽ وزن ٻئي آهن. نئين ڪوتا جي حقيقت اُس، مينهن، سوڪ، اونده ۾ ڦٽندڙ ٻوٽي جيان آهن.

واسديو موهي پنهنجي پاران لکي ٿو ته : "روايتي ڪويتائن جيان هنن ڪويتائن جو مقصد دل جي ڪومل تارن کي ڇيڙڻ ناهي. ان بجاءِ هي پاڻکن (پڙهندڙن) جي ڪلپنا کي ڇيڙينديون." ڪلپنا ڪتاب گهر پاران، موهن ڪلپنا هن ڪتاب کي اُلهاس نگر مان مارچ 1975ع ۾ شايع ڪيو. ڪچي جلد سان، ڪرائون سائيز جي 104 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 7 روپيا آهي.

**تَضمِينَ**: شاعريءَ جي هڪ صنف، جنهن ۾ ڪنهن ٻئي شاعر يا ڪتاب جو شعر/مصرع يا آيت وغيره، پنهنجي شعر ۾ ڪم آندي ويندي آهي. مثال:

"سردر قدم يارفدا شد چہ بجا شد". وصل اهو ونگ (شاهه)

**تَعزِيتَ**: فوتيءَ جي عزيزن سان عذرخواهي ڪرڻ. فوتيءَ جي ڪفن دفن تي ڪنهن سبب پرانهين پنڌ يا بيماريءَ وغيره جي ڪري وقت تي پهچي نه سگهڻ واري لاءِ ٽن ڏينهن تائين فوتيءَ جي گهر تي، تعزيت ڪرڻ لاءِ تڏو وڇائبو آهي. ان کان پوءِ ٽئين ڏينهن ختمو ڏياري، تڏو کڻي ڇڏبو آهي. پوءِ به تعزيت جو دروازو بند نه ٿيندو آهي. ٻارهن مهينن، ٻن سالن تائين به فاتحه تي سگهندي آهي، تنهنڪري چوندا آهن ته "فاتحه ۽ وير پراڻا نه ٿيندا آهن."

**تَعزِيرُ**: شرعي حڪم پجڻ جي سزا. هن لفظ جي لغوي معنيٰ آهي "منع ڪرڻ" يا "ملامت ڪرڻ" شريعت ۾ اها سزا آهي، جيڪا انهيءَ ڏوهه ۾ ڏجي ٿي، جنهن جي حد مقرر ڪانهي. هن سزا جو مقصد آهي ڏوهاريءَ کي ٻيو ڀيرو ڏوهه ڪرڻ کان روڪڻ. اسلامي شريعت ۾ سزا جا ٽي نمونا هوندا آهن: هڪڙي سزا الله تعاليٰ طرفان مقرر ڪيل آهي، ان سزا ۾ حڪومت يا حڪمران کي ڪو اختيار نه هوندو آهي. باقي خود بندي کي اختيار ڏنو ويو آهي ته الله تعاليٰ کان بخش ڪرائي، جنهن سزا کي "ڪفاره" چوندا آهن.

**تعزيرات پاڪستان**: حڪومت پاڪستان طرفان مختلف ڏوهن جي سزائن جي باري ۾، جيڪو قانوني مجموعو مرتب ڪيل آهي، ان کي "تعزيرات پاڪستان" جو نالو ڏنو ويو آهي. "تعزيرات پاڪستان" ۾، ملڪ ۽ قوم سان غداري، انتشار لاءِ ماڻهن جا جذبا اڀارڻ، قتل، چوري، ڌاڙي، قومي ملڪيتن کي نقصان رسائڻ، دشمن سان هم صلاح ٿيڻ ۽ هٿياربند بغاوت ڪرڻ وغيره اچي وڃن ٿا. (وڌيڪ ڏسو: عدالت)

**تعزيو**: تعزيو در اصل سيد الشهداء حضرت امام حسين عليہ السلام جي روضي پاڪ جي صحيح شبيهه، تبرڪ جي نيت سان ٺهرائي امام بارگاهن ۾ رکيو ويندو آهي ۽ عزاداريءَ جي ڏهاڙن ۾ سيدالشهداء حضرت امام حسين عليہ السلام جي شهادت ۽ غم کي ياد ڪري تعزيي جي آڏو ماتم ڪيو ويندو آهي. تاريخ ٻڌائي ٿي ته تعزيي داري جي شروعات امير تيمور ڪئي ۽ سنڌ ۾ تعزيہ داريءَ جي ابتدا ٺٽي کان ئي شروع ٿي. دستور مطابق هر سال عزاداريءَ جي ڏهاڙن ۾ حضرت امام حسين عليہ السلام جي روضي پاڪ جي صحيح شبيهه ٺاهي جلوه گاهه امامين ۾ رکندا هئا، اهڙيءَ طرح اهو رواج سڄي سنڌ ۾ عام ٿيو.

سنڌ ۾ سومرن ۽ سمن جي دور حڪومت کان وٺي ڪلهوڙن جي حڪومت تائين محرم جي ڏهاڙن ۾ تعزيا ٺاهيا ويندا هئا، پر انهن جي جوڙجڪ بلڪل مختلف هئي يعني اهي بلڪل ننڍا ۽ مٽيءَ مان ٺاهيا ويندا هئا، جن تي رنگين نفيس نقاشيءَ جو ڪم ڪري امام بارگاهن ۾ رکندا هئا. اهي تعزيا پهرين محرم کان ڏهين محرم عاشوري جي شام تائين پڙن ۾ موجود هوندا هئا، جيڪي "شام غريبان" جي مجلس کان پوءِ امام بارگاهن واري هنڌ تي دفن ڪيا ويندا هئا يا وري وهندڙ پاڻيءَ جي حوالي ڪيا ويندا هئا.

هڪ تحقيق موجب سنڌ ۾ ڪاٺ جي تعزيي ٺهرائڻ جو بنياد مير فتح علي خان ٽالپر وڌو. مير فتح علي خان هي تعزيو 1786ع ۾ ٺهرايو. پاڻ ڪلهوڙن جي آخري حڪمران ميان عبدالنبي ڪلهوڙي کي شڪست ڏئي سنڌ جو خودمختيار بادشاهه بڻيو هو. جيئن ته مير فتح علي خان علم پرور، سخي، قدردارن ۾ بادشاهه هو. انهيءَ ڪري مير صاحب ڪلهوڙا دور جي عالمن، شاعرن، اهل فن ۽ اديبن کي نوازيو ۽ سندن قدرداني ڪئي، ان کانسواءِ سندس درٻار ۾ ڪيترائي ملڪي ۽ غير ملڪي عالم، فاضل، شاعر ۽ اهل فن موجود هوندا هئا.

مير فتح علي خان حمزوي ٽالپر مسند حڪومت تي ويهندي ئي سنڌ ۾ حضرت امام حسين عليہ السلام جي عزاداريءَ کي فروغ ڏيڻ کانسواءِ ڪاٺ جي تعزين جو بنياد وڌو. ان تعزيي جي تعمير جي سلسلي ۾ مير صاحب پنهنجي سپهه سالار ميان فقير محمد خان کي 1786ع ۾ حڪم ڪيو ته هڪ بهترين باوقار ۽ بلند ڪاٺ جو تعزيو تعمير ڪرايو وڃي، جيڪو يادگار طور قائم هجي، هن حڪم جي فوراً تعمير ڪئي وئي ۽ هڪ عظيم الشان تعزيو بلڪل حضرت امام حسين عليہ السلام جي ضريح پاڪ جهڙو تيار ڪرائي امام بارگاهه ۾ رکيو ويو. هي اها ئي جڳهه آهي، جنهن کي هن وقت "فقير جو پڙ" چيو وڃي ٿو. دستور مطابق محرم جو چنڊ ڏسندي ئي مجلس ۽ ماتم جو سلسلو شروع ٿي ويندو هو. جيڪو پهرين محرم الحرام کان شروع ٿيندو هو ۽ 8 ربيع الاول تائين جاري رهندو هو. پهريان ڏهه ڏينهن ننڍو وڏو پوڙهو ٻڪو هر هڪ عزادار پير اگهاڙا ڪري هلندو هو ۽ سيني مومنن جي گهرن ۾ چهلم تائين ڪٽون اونڌيون هونديون هيون. اهو سلسلو اڄ تائين قائم آهي. روزي عاشوره علي الصباح مير فتح علي خان ٽالپر پنهنجن ڀائرن، مٽن، مائٽن ۽ مصاحبن سان گڏجي پيرين ۽ مٿي اگهاڙو ماتمي جلوس سان گڏجي ميان فقير محمد جي پڙ ۾ پهچي تعزيي آڏو گريو ۽ ماتم ڪندا هئا ۽ اتي ڪجهه دير کان پوءِ مجلس شروع ٿيندي هئي، جنهن ۾ سنڌي مرثيہ گوئي جو باني سيد ثابت علي شاهه سنڌيءَ ۾ مرثيہ خواني ڪندو هو. ساڻس گڏ سندس شاگرد رشيد مرزا مراد علي بيگ سائل پڻ مرثيہ خواني ڪندو هو. مجلس ۾ هنن کان سواءِ سنڌ مان ٻيا شاعر ۽ ذاڪر پڻ اچي شامل ٿيندا هئا.



مير فتح علي خان ٽالپر جو ٺهرايل تعزيو

مجلس ختم ٿيڻ کان پوءِ ماتمي جلوس سان گڏ تعزيو پڻ کنيو ويندو هو. اهو جلوس فقيرجي پڙ مان شاهي بازار کان ٿيندو تلڪ چاڙهي تان لهي هيٺ جامع عربيه واري چوڪ تي بيهندو هو. اتي پڻ هڪ وڏي مجلس عزا منعقد ٿيندي هئي. مجلس ختم ٿيڻ کانپوءِ اهو ماتمي جلوس اسٽيشن روڊ تان ٿيندو، هوم اسٽيڊ چاڙهي چڙهي قلعي جي دروازي وٽ بيهندو هو. جتي پڻ مجلس ٿيندي هئي ۽ جنهن جي اختتام تي وڏي پيماني تي نذر و نياز هلندو هو. اهو سلسلو ٽالپرن جي دور حڪومت ۾ هميشه ائين ئي هلندو رهيو پر جڏهن 1843ع ۾ انگريزن ٽالپرن کان سنڌ فتح ڪئي. تڏهن اهو سلسلو ڪجهه عرصي لاءِ بند ٿي ويو ۽ بعد ۾ ٽالپرن جي نظربند ٿيڻ کان پوءِ ماتمي جلوس ته جاري رهيو، پر تعزيي کي ٻاهر ڪڍي گهمائڻ وارو سلسلو بند ٿي ويو. تقريباً سڀ ٽالپر نظربنديءَ واري عالم ۾ گذاري ويا. صرف مير حسين علي خان ٽالپر ۽ مير محمد حسن علي خان ٽالپر 1863ع ۾ واپس وطن سنڌ ۾ آيا.


شڪارپوري ٻاٻلائين جو ٺاهيل تعزيو

مير حسن علي خان اچڻ سان ئي پنهنجن وڏن جي ٻچيل ملڪيت جو وارث ٿيو. مير حسن خان ٽالپر اچڻ سان ئي عزاداريءَ کي فروغ ڏنو ۽ عزاداريءَ جا سلسلا وڏي پيماني تي شروع ڪرايائين. مير حسن علي جڏهن فقير محمد خان جي پڙ ۾ اچي تعزيي جو جائزو ورتو ته ڏاڍو رنجيده ٿيو ۽ تعزيو اتي ئي پنهنجي مصاحب مرزا فتح علي بيگ کي ڏنائين ۽ چيائين ته هن جي سار سنڀال توهان جي ذمي آهي. مرزا فتح علي بيگ پنهنجي فرزند مرزا قاسم علي بيگ سان گڏ اهو تعزيو 1867ع ڌاري ڪٽائي اچي پنهنجي امام بارگاهه "علي آباد" ۾ رکايو. مرزا فتح علي بيگ حيدرآباد ۾ عزاداريءَ جو باني هو ۽ اڪثر سني امام بارگاهن ۾ پاڻ پنهنجي فرزند مرزا قاسم علي بيگ سان وڃي مرثيه خواني ۽ نوحه خواني ڪندو هو. تعزيو مرزا فتح علي بيگ مرمت ڪرائي خوبصورت ڪري ڇڏيو. مرزا فتح علي بيگ جي وفات کان پوءِ سندس فرزند مرزا قاسم علي بيگ مير حسن علي خان جو مصاحب ٿيو ۽ مرثيه خواني ۾ اڪثر پنهنجي ننڍي ڀاءُ مرزا ٻڍل بيگ کي ويهاريندو هو. اهڙي طرح هنن حيدرآباد ۾ عزاداريءَ کي فروغ ڏيڻ سان گڏوگڏ پنهنجي امام بارگاهه کي پڻ آباد رکيو. ان تعزيي جي خوبصورتيءَ لاءِ مرزا قاسم علي بيگ پنهنجي فرزند مرزا امام علي بيگ کي تعزيي تي نقاشيءَ جو ڪم ڪرڻ لاءِ چيو. مرزا امام علي بيگ ترت هندوستان مان پنهنجي پئسن سان ابرق گهرائي ۽ 1903ع ۾ وڏي محنت سان ابرق تي نقاشيءَ جو ڪم ڪري تعزيي تي هڻندو ويو. مرزا امام علي بيگ هڪ سال اندر سڄي ڪاٺ جي تعزيي تي منقش ابرق هڻي ايترو ته خوبصورت ڪيو جو پوري سنڌ ته ڇا هندوستان مان به عزادار هن تعزيي جي زيارت ڪرڻ لاءِ ايندا هئا. مرزا امام علي بيگ تعزيي جي باقي رهيل ڪاٺ واري حصي تي پڻ نقاشي جو ڪم ڪرايو ۽ پنهنجي زندگيءَ جي آخري وقت تائين تعزيي جي سارسنڀال سندس ذميداري هئي. 1955ع ۾ سندس وفات کان پوءِ تعزيي جي هر سال صرف ٿوري گهڻي مرمت ڪئي ويندي هئي. ويجهڙائيءَ ۾ ان تعزيي کي ٽنڊي آغا جي نوجوان مرزائن نئين سر ٺهرايو آهي. ابرق جي ڪم کي برقرار رکڻ لاءِ ابرق جي نقاشي اسڪين ڪري سائن بورڊ وانگر پلاسٽڪ تي ان جو عڪس ڪڍرائي تعزيي تي هنيا ويا آهن. پر هاڻي اها اصل شيءِ ناهي رهي. سنڌ ۾ ڪاٺ جو پهريون تعزيو مير فتح علي خان ٺهرايو. جيڪو ٽنڊي آغا جي مرزائن جي امام بارگاهه 'علي آباد' ۾ موجود هو. پر هاڻي انهن وٽ اها شيءِ ناهي رهي. اصل تعزيي جهڙو نئون تعزيو ٺهرائڻ جي ڪوشش ۾ هنن پراڻي تعزيي کي شهيد ڪري ڇڏيو ۽ نئون تعزيو ان جهڙو نه ٺهرائي سگهيا. شڪارپور جي ٻاٻلائين جا ٺاهيل تعزيا پڻ سنڌ ۾ مشهور آهن. سومرا ذات سان لاڳاپيل ٻاٻلائي، مطبائي ۽ طيبائي پاڻ ۾ پائر هئا. هاڻي انهن جو اولاد ان هنر کي سنڀاليندو اچي ٿو. استاد نور محمد جو ٺهيل 160 سال پراڻو تعزيو اڄ به خوبصورتي ۽ گلڪاريءَ جو نادر نمونو آهي. جيڪو شڪارپور ۾ موجود آهي.

**تعلقو:** حڪومتي نظام لاءِ ضلعي کي سب ڊويزنن ۽ تعلقن ۾ تقسيم ڪيو ويندو آهي. تعلقو وري ٽپن ۽ ديهن ۾ ورهايل هوندو آهي ته جيئن ڍل جي وصوليءَ کان سواءِ ٻيو به انتظام هلائي سگهجي. تعلقي جي مٿان مختيارڪار، انتظامي آفيسر هوندو آهي. جڏهن ته مڪاني حڪومتن جي قيام بعد انتظامي ذميواريون تعلقي ناظمن کي ڏنيون ويون. تازو فيبروريءَ 2010ع ۾ بلدياتي نظام ۾ ترميم لاءِ چونڊيل باڊيون ٽوڙي ضلعن ۾ ڊي. سي. او ۽ تعلقن ۾ ٽي. ايم. اوز کي ايڊمنسٽريٽر مقرر ڪيو ويو آهي. (وڌيڪ ڏسو: مڪاني حڪومت).

**تعليم** (Education): تعليم جي لغوي معنيٰ آهي 'سکيا، پڙهائي، تدريس، رهبري يا تلقين'. وسيع مفهوم ۾ تعليم مان مراد اهو عمل آهي، جنهن ذريعي فرد جي شخصيت ۽ ان جي ڪردار ۾ ڪا نه ڪا چٽي تبديلي رونما ٿئي. انساني تاريخ ۾ ماڻهوءَ جڏهن کان ٽانيڪو ٿي رڻابنديءَ سان رهڻ شروع ڪيو، ته تعليم هڪ سماجي علم طور عمل ۾ آئي. اوائلي



انسان پنهنجي پونئرن کي جماعتي زندگيءَ جا طور طريقا سيکارڻ جي ضرورت محسوس ڪئي، ان زماني ۾ تعليم ڪا لکت ۾ ڪا نه هئي. نئون نسل پنهنجي وڏن جي ڪرت ۽ عمل مان گهڻو ڪجهه سکي ويندو

هو. جڏهن سماج مضبوط ٿيو، حاجتون ۽ ضرورتون وڌيون ته تعليم باقاعدي رواج هيٺ آئي. سنڌ، هندوستان، مصر، چين ۽ يونان جي پراڻين تهذيبن ۾ جيئن جيئن پختگي آئي، خوشحالي وڌي ته هڪ طبقي کي فرصت ملي، جنهن سوچڻ شروع ڪيو ۽ باضابطه تعليم جي شروعات ٿي ۽ لکت وجود ۾ آئي. جنهنڪري تهذيبي ورثي کي لکت ۾ آڻڻ جي ضرورت محسوس ٿي. انهيءَ دور ۾ اها ضرورت به محسوس ٿي ته ماڻهن باقاعدي ۽ باضابطه تعليم جو رواج وڌو وڃي. تاريخ جي مخصوص دور ۾ جيڪي سماجي قوتون اقتدار سنڀالينديون آهن، اهي ئي طئه ڪنديون آهن ته تعليم جا مقصد ڪهڙا هجڻ کپن. اهي تعليم جو طريقو، نتيجو ۽ طبقو طئه ڪنديون آهن. اهي ئي ان جو انتظام پنهنجي گهرجن آهر ڪنديون آهن. يونان ۽ روم جي قديم تمدن ۾ تعليم صرف حڪمران طبقي تائين محدود هئي. انهن وٽ تعليم صرف ذهني تربيت جو ذريعو رهي، جنهنڪري انهن وٽ فلسفو، منطق، ادب ۽ رياضي غير معمولي اهميت جا حامل مضمون هئا. سندن علم جو مقصد صرف غلامي واري سماج کي مضبوط ڪرڻ هو جيئن افلاطون جي ڪتاب "جمهوريه" (Republic) مان واضح ٿئي ٿو. جنهن ۾ ملڪ جي مختلف طبقن جي سماجي حيثيت، حقن ۽ فرضن جي وضاحت ملي ٿي. اهوئي نمونو اسان کي ان دور جي هندستان جي تعليمي نظام ۾ به ملي ٿو. هتي به علم صرف برهمڻن لاءِ مخصوص هو.

وچئين دور ۾ يورپي ملڪن ۾ غلاميءَ واري سماج جي جاءِ تي جاگيرداري نظام قائم ٿيو ۽ اقتدار جاگيردارن ڏانهن منتقل ٿيو، جنهن ۾ مذهبي پيشوا به سندن شريڪ ڪار رهيا، پر تعليم جي انداز ۽ مضمونن ۾ ڪو گهڻو ڦيرو ڪو نه



آيو. ڪي چند نوان مضمون شامل ڪيا ويا، جيئن مذهبي فلسفو وغيره. صنعتي انقلاب، جاگيرداري نظام کي درهم برهم ڪري ڇڏيو. عوام کي سماجي آزاديءَ جا خواب ڏيکاريا ويا، مساوات جا ترانا ڳاتا ويا. جنهنڪري سرمائيداري نظام وجود ۾ آيو جنهن جي وڌڻ جو انحصار مشينن ۽ مزدورن تي هو. مشينن کي هلائڻ لاءِ اهو ضروري هو ته مزدور پڙهيل هجي، باخبر هجي. ان لاءِ ڪي نوان مضمون گڏجي تعليم کي هيٺينءَ سطح تي آندو ويو. انساني تاريخ ۾ پهريون ڀيرو ارڙهين صديءَ جي پوئين اڌ ۾ رياست طرفان عام ماڻهوءَ لاءِ تعليم مفت ڪئي وئي. انهيءَ دور ۾ ئي تعليم ٻن حصن ۾ ورهائي وئي. هڪ رسمي (Formal) ۽ ٻي غير رسمي (Non-Formal). رسمي تعليم جي حاصل ڪرڻ جو ذريعو باقاعدي اڀياس ۽ تربيت رهيو، جيڪا اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ ڏني وڃي ٿي. ٻي غير رسمي تعليم، جيڪا عام طور روزمره جي تجربن وسيلي حاصل ٿئي ٿي.

سماج جي مختلف سماجي ضرورتن جي پيش نظر "تعليم" جي وصف ڪيترن ئي نمونن سان ڪئي وئي آهي. هڪ وصف هيءَ به آهي ته تعليم، عادتن، مهارتن ۽ روين کي تشڪيل ڏيڻ ۽ انهن جي تعمير ڪرڻ جو نالو آهي، جن سان هڪ انسان يا هڪ فرد هڪ سٺو شهري ٿي پوي ٿو." مختصر طور اسان تعليم کي مناسب سماجي مطابقت (Adjustment) پيدا ڪرڻ لاءِ ڪردار جي 'تشڪيل' ڏئي سگهون ٿا.

سنڌ ۾ درس تدريس جو نظام پراڻو آهي. سنسڪرت ۽ پراڪرت وارن زمانن ۾ وديا (علم) سيکارڻ لاءِ هڪڙا استاد هوندا هئا "آچاريه". جيڪي جڻ ته پروفيسر هئا ۽ ٻيا هئا "آپاڌيه" جيڪي ماستر هئا. آپاڌيه جو اُچار بگڙجي "اوجها" ۽ "واجهو" ٿيو. سنڌ ۾ اڄ تائين هڪ آکهه وارا "اوجها" سڏجن ٿا. "واجهڪا" يعني ماسترن جا اسڪول ته انگريزن جي صاحبيءَ جي اوائل ۾ به گهڻي ئي هئا. هندن جي شاسترن ۽ يونانين جي لکيل احوالن مان معلوم ٿئي ٿو ته سنڌي ماڻهو طب مان گهڻو واقف هئا. ڪئي ته اڄ تائين ويڄ (ويد) موجود آهن.

مسلمانن جي صاحبي شروع ٿيڻ سان سنڌ ۾ عربي تعليم جو انتظام چالو ٿيو. انهيءَ وقت کان وٺي سنڌ ۾ مدرسا قائم ٿيا، جن ۾ عربي تعليم ڏني ويندي هئي، پر مقامي عالمن سنڌي تعليم به شروع ڪئي. ارغونن جي صاحبيءَ ۾ گهڻا زور ديني تعليم ۽ شريعت جي پابنديءَ تي هو. جنهنڪري شيخ الاسلام مقرر ڪيا ويا. دهليءَ جي بادشاهن پاران سنڌ ۾ صوبيدار مقرر ٿي ايندا هئا، ته به تعليم جو سرشتو اهوئي هوندو هو. هن دور ۾ مدرسن ۾ سنڌيءَ ۾ تعليم (مذهبي) جو رواج به ملي ٿو.

سال 1700ع ۾ ابوالحسن سنڌيءَ مقدمة الصلواة نالي ديني ڪتاب لکيو ۽ ان کان پوءِ ٻيا به ديني ڪتاب سنڌيءَ ۾ جڙيا ۽ مذهبي تعليم سنڌيءَ ۾ ڏيڻ جو رواج وڌو. پوءِ به ان دور ۾ عربي ۽ فارسيءَ جو واهپو گهڻو هو. ڪلهوڙن ۽ ميرن جي صاحبيءَ ۾ ٺٽو ۽ روهڙي جڻ ته سنڌ جون يونيورسٽيون هيون. هندن ۽ مسلمانن جي ٻارن لاءِ آخوندن جا مڪتب هوندا هئا، جن ۾ هاڻوڪن اسڪولن وانگر درجا نه هوندا هئا. ڪريما، گلستان، بوستان، پندنامو ۽ ٻيا فارسي ڪتاب پڙهايا ويندا هئا. "درس نظامي" سنڌي ۾ پڙهيو ويندو هو. شاگردن کي خط پٽ لکڻ سيکاريا ويندا هئا. خوشنويسيءَ تي گهڻو زور هوندو هو. هيءَ چوڻي عام هئي، ته "سنا اکر اڌ علم آهن" اها تعليم پنجن-ستن سالن ۾ پوري ڪري، شاگرد وڃي روزگار کي لڳندا هئا. مغل/ ڪلهوڙا دور ۾ درباري ماڻهن هڪ چوڻي عام ڪئي ته "فارسي، گهوڙي چاڙهسي، سنڌي وائي قلم نه آئي". ڇو ته فارسي حڪمرانن جي دربار جي ٻولي هئي ۽ اُتي ملازمت ۽ درباري ڪم ڪارين لاءِ فارسيءَ جي ڄاڻ ضروري هئي.

پڙهڻ لاءِ مدرسا ۽ اسڪول هاڻوڪي زماني وانگر نه هوندا هئا. آخوندن جا مڪتب خانگي جاين ۾ يا ڪن عارضي اوطاقن بلڪ مسجدن ۾ هوندا هئا، جتي هندو شاگرد به پڙهندا هئا. ڪن مسجدن ۾ رڳو مسلمانن جا ٻار ويندا هئا، ڪي هوند وارا پنهنجي ٻارن جي تعليم لاءِ آخوندن کي پاڻ وٽ گهرائيندا هئا ۽ پاڙي جا غريب ٻار به اتي اچي مفت ۾ تعليم وٺندا هئا. عام طرح شهرن ۽ ڳوٺن ۾ آخوندن ۽ مُلن جي آمدني "جمعگي" هوندي هئي، يعني جمعي جمعي ڏينهن شاگرد پنهنجن استادن کي ڪجهه روڪڙ يا اَن- داڻا يا وري ڪاٺيون ڏيئي ايندا هئا. اَن ڏيڻ جو رواج وڌيڪ عام هو. انهيءَ کان سواءِ، آخوندن کي ڏڻ وار تي شاگردن جي مائٽن وٽان ڪجهه نه

ڪجھ ملندو هو. اُئين بہ هوندو هو. تہ ٻارن کي جيڪو ٽول سندن ڪائڻ لاءِ ڳهران ملندو هو. يا پنهنجيءَ خرچيءَ مان وٺندا هئا. تہ آخوند کي صلاح ڪندا هئا. ۽ آخوند صاحب جو حصو بہ "صلاح" سڏبو هو. انهيءَ ريت اها تعليم اڪثر ڪامورن جا ٻار وٺندا هئا. پائيبندن جا ٻار گهر ۾ ئي هندو سنڌي اکر سکي، اباڻڪي ڪِرت واپار يا ڪاروبار وڃي ڪندا هئا.

هن وقت تعليم جا جديد طريقا اختيار ڪيا ويا آهن. شهرن توڙي ڳوٺن ۾ بہ پرائيويٽ اسڪول قائم ٿيا آهن. جتي سائنسي ۽ ڪمپيوٽر جي سکيا ڏني وڃي ٿي. پر سرڪاري اسڪولن ۾ تعليمي نظام کي سڌارن جي ضرورت آهي. تازي سروي موجب پاڪستان ۾ 37 سيڪڙو آبادي خواندہ (تعليم يافتہ) آهي. جڏهن تہ غربت سبب ڪيترائي ٻار تعليم کان محروم رهن ٿا. جڏهن تہ حڪومت ڪيترن ئي سالن کان مئٽرڪ تائين تعليم مفت ڪري شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ مفت ڪتاب ۽ مخصوص وظيفا ڏيڻ بہ شروع ڪيا ويا آهن. تعليمي ماهرن ۽ ساڄھ وند طبقي موجب مادري زبان ۾ بنيادي تعليم مهيا ڪرڻ ضروري هئڻ کپي، جنهن لاءِ سرڪاري تعليمي پاليسي جي ڏس ۾ نظرثاني جي ضرورت آهي.

**تعليم** (رسالو): هي ماهوار رسالو ٽريننگ ڪاليج فارمين حيدرآباد جي سهاري هيٺ 1902ع کان نڪرڻ لڳو. تعليم بابت قابل استادن ۽ ماهرن جا تعليمي، ادبي، اخلاقي، اصلاحي، تاريخي ۽ سماجي مضمون هن رسالي ۾ ايندا رهيا. هي رسالو مختلف پريس مان ڇپجندو رهيو. شروع ۾ قيصريہ پريس حيدرآباد، اسٽينڊرڊ پرنٽنگ ورڪس حيدرآباد، مسلم ادبي پريس حيدرآباد ۽ فردوس پرنٽنگ پريس حيدرآباد وغيرہ ۾ ڇپجندو رهيو.

**تعليمات اسلام** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب علامہ علي خان ابڙي جو لکيل آهي. ڪرائون سائيزواري هن ڪتاب ۾ 52 صفحا آهن ۽ قيمت 6 آنا آهي. ڇاپو ٻهريون ورهاڱي کان پوءِ مدن لال پوڪرداس، حيدرآباد. طرفان ڇپايل آهي هن ڪتاب جو ٻيو ڀاڱو پوڪرداس اينڊ سنز شڪارپوريءَ طرفان ڇپيو. جنهن ۾ 64 صفحا آهن ۽ قيمت چار آنا ڇاڻايل آهن.

**تعليم الاسلام** (رسالو): شڪارپور مان هيءُ مذهبي رسالو مولوي عبدالفتاح ڪوسي جي ايڊيٽريءَ ۾ مارچ 1936ع کان نڪرڻ شروع ٿيو. هن رسالي ۾ قرآن مجيد، حديثن ۽ صالحن جي تعليم تي مبني مواد ڏنو ويندو هو. هن رسالي ۾ شرعي مسئلن جون فتوائون ۽ اسلامي تاريخ مان سبق بہ ڏنا ويندا هئا. غير شرعي رسمن کي ننديو ويندو هو. هيءُ رسالو ڪرشنا پرنٽنگ ۽ ليٿو ورڪس ليوڪس پارڪ، سکر ۽ شيام آفسيٽ ليٿو ورڪس، ڪراچيءَ ۾ ڇاپيو ويندو هو.

**تعليم السلام مدرسو:** هي مدرسو فيض علي شاھ گهٽي، لکيدر شڪارپور ۾ واقع آهي. هن مدرسي جو باني شيخ عبدالرحمان مهاجر ۽ مهتمم محمد ابراهيم هو. هن مدرسي ۾ حافظ محمد اسماعيل مدرس رهيو آهي ۽ هي مدرسو سن 1921ع ۾ قائم ٿيو.

**تعليم القرآن** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب محمد عثمان ڏيپلائيءَ صاحب جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 32 صفحا آهن. ڇاپو پهريون، اسلاميہ دارالاشاعت، مسلم ادبي پريس، حيدرآباد مان ڇپايو.

**تعليم جا اصول** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ڄيٺمل پرسرام جو ترجمو ٿيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 18 صفحا آهن. هيءُ ڪتاب بلوٽسڪي پريس حيدرآباد مان ورهاڱي کان اڳ ڇپايو.

**تعليم جو منڍ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب پادري جارج شرٽ جو لکيل آهي، جنهن جي قيمت 4 پايون ڄاڻايل آهي. آمريڪن مشن پريس، لڌيانہ. سال 1885ع ۾ ڇپايو. ٻيو ڇاپو سال 1888ع ۾ ڇپيو.

**تعليم جي تاريخ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب محمد اسماعيل عرسائيءَ جو لکيل آهي. ڊيمي سائيزواري هن ڪتاب ۾ 132 صفحا آهي ۽ قميت چار آنا رکيل آهي. ڇاپو پهريون، ليکڪ ۽ سيد صالح محمد شاھ گڏجي حيدرآباد مان سال 1970ع ۾ ڇپايو.

**تعليم حڪمت** (ٻارن جي تعليم) (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مرزا قليچ بيگ جو لکيل آهي. رايل سائيز واري هن ڪتاب ۾ 128 صفحا آهن ۽ قيمت 9 آنا رکيل آهي. ڇاپو پهريون، هريسنگھ ماستر، وڪٽوريہ پريس، لاهور، مان سال 1891ع ۾ ڇپايو.

**تعليم مادري زبان** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب رحيم بخش ميمڻ جو لکيل آهي. ڊيمي سائيزواري هن ڪتاب جو پڪو جلد آهي، جنهن ۾ 326 صفحا آهن ۽ قيمت 4 رپيا ڄاڻايل آهن. ڇاپو ٻيو رحيم بخش ميمڻ حيدرآباد مان سال 1950ع ۾ ڇپايو.

**تعليم مضمون** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب محمد صديق گلاب خان "مسافر" جو لکيل آهي. ڪرائون سائيزواري هن ڪتاب ۾ 96 صفحا آهن ۽ قيمت 8 آنا رکيل آهي. سنڌ بوڪ ڊيپو، نئشنل پريس، حيدرآباد مان سال 1935ع ۾ ڇپايو.

**تعليم نامو** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب جارج شرٽ جو لکيل آهي، جنهن جي قيمت 3 پايون ڄاڻايل آهي. آمريڪن مشن پريس، سال 1933ع ۾ ان جو ٻيو ڇاپو ڇپايو.

**تعليمي ڊگريون:** اهي سَندون، جيڪي تعليم دؤران مقرر شرط پوري ڪرڻ تي، شاگرد کي ڏنيون وينديون آهن. جڏهن تہ رياست جي ممتاز، مقبول ۽ دانشور ماڻهن کي اعزازي طور پڻ ڊگريون ڏنيون وينديون آهن. هن وقت پاڪستان سنڌ ۾ هيٺيون تعليمي ڊگريون ڏنيون وينديون آهن: بئچلر آف آرٽس (بي. اي)، بئچلر آف سائنس (بي.ايس. سي)، بئچلر آف لا اينڊ ليجسليشن (ايل. ايل. بي)، ماسٽر آف آرٽس (ايم. اي)، ماسٽر آف سائنس (ايم. ايس. سي)، ماسٽر آف فلاسافي (ايم. فل)، ڊاڪٽر آف فلاسافي (پي. ايڇ. ڊي)، ڊاڪٽر آف ميڊيسن (ايم. ڊي) ڊاڪٽر آف لاز (ايل. ايل. ڊي)، ڊاڪٽر آف ليٽرس (ڊي. لٽ)، ايم. بي. بي. ايس (بئچلر آف سرجري ۽ بئچلر آف ميڊيسنز)، بي. اِي (بئچلر آف انجنيئرنگ) ۽ ايم. اِي (ماسٽر آف انجنيئرنگ) وغيرہ. اورينٽيل مضمونن ۾ سنڌي، فارسي ۽ عربيءَ ۾ اديب سنڌي/ اديب مولوي، اديب عالم ۽ اديب فاضل جون ڊگريون بہ ڏنيون وڃن ٿيون.



**تعليمي طريقا ۽ مسئلا** (ڪتاب): تعليم جي جديد طريقن ۽ مسئلن (Methods & Problems) بابت هيءَ ڪتاب مشهور تعليمي ماهر رحيم بخش ميمڻ جو لکيل آهي. جنهن ۾ پاڪستان جي تعليمي تاريخ تي روشني وڌي وئي آهي. هن ڪتاب جي پهرئين باب ۾ قديم دور جي تعليم يعني هندو، ٻڌ ۽ مسلم دور جي تعليمي طريقن تي روشني وڌي وئي آهي. ٻئي باب ۾ جديد تعليم بابت ذڪر آهي، جنهن ۾ انگريزن جي زماني جي تعليم ۽ صوبائي خودمختياري بابت جاڻ ڏني وئي آهي. جنهن ۾ وارڌا اسڪيم، وديا مندر اسڪيم ۽ سارجنٽ اسڪيم جو ذڪر آهي. ٽئين باب ۾ پاڪستان جي تعليمي سرشتي تي تعليم روشني وڌل آهي، چوٿين باب ۾ مختلف تعليمي مرڪزن، ديوبند، علي ڳڙهه، شانتي نڪيتن، جامعه مليه اسلاميه، عثمانيه يونيورسٽي سميت پاڪستاني يونيورسٽين جي تعليمي نظام تي روشني وڌل آهي. ڪتاب جي ٻئي ڀاڱي ۾ مشرقي ۽ مغربي مصلحن ۽ سندن تعليمي اصولن جو ذڪر ڪيل آهي. ڪتاب جي ڀاڱي ٽئين ۾ پاڪستان ۽ سنڌي تعليمي مسئلن جهڙوڪ عوامي تعليم، جنسي تعليم، گڏيل تعليم، زناني تعليم، ٻهراڙي جي تعليم، بالغن جي تعليم ۽ ڏتڙن بابت تعليم بابت روشني وڌل آهي. ڪرائون سائيز جي 318 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 5 رپيا ڄاڻايل آهي ۽ هيءَ ڪتاب آر. ايچ. احمد برادرس حيدرآباد ڇپرايو آهي.

**تعليمي من وديا** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب شيوارام نرسنگهداس ڦيرواڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 168 صفحا آهن ۽ قيمت 10 آنا آهي. ڇاپو پهريون، ڪوڙي مل سنڌي ساهتيه منڊل، نئشنل پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان، سال 1936ع ۾ ڇپايو.

**تعليمي نفسيات** (Educational Psychology): تعليمي نفسيات اهو علم آهي، جو تعليم جي عمل کي موثر بنائيندڙ اصولن ۽ ترڪيبن کي ڳولي ٿو. تعليمي نفسيات جي انهيءَ وصف مان اهو ظاهر ٿئي ٿو ته انهيءَ علم جي دلچسپي صرف تعليم جي عمل تائين محدود نه آهي، پر موثر تعليم لاءِ سازگار يا موافق تعليمي فضا به درڪار رهي ٿي. جيڪا بذات خود ڪيترن ئي عوامل جو مرڪب هوندي آهي، تنهنڪري تعليمي نفسيات اهڙن سڀني عوامل جو مطالعو ڪري ٿي جن ۾ شاگرد جي سماجي، ذهني صحت، انهن جا محرڪات، لاڙا، قدر، شخصي صفتون، اهليتون وغيره سڀ شامل هجن.

تعليمي نفسيات هڪ نموني، فرد جي واڌ ويجهه يا نشونما جو تعليمي ماحول ۾ منظم ابياس آهي، جيڪو شاگرد جي متوازن نشونما جي ذريعي هن کي هڪ ذميوار شهري حساس انسان ۽ تخليقي اهليت وارو فرد تيار ڪرڻ ۾ استاد جي مدد ڪري ٿو. تعليمي نفسيات هڪ اطلاقي (Applied) مضمون آهي، جو تعليم ۽ نفسيات جي ٻن مضمونن کي ملائي ٿو. اهو انساني ڪردار جو جٽڪ سائنسي ابياس آهي، جنهن ذريعي هن کي سمجهيو وڃي ٿو. جود (Judd) جي چواڻي ته تعليمي نفسيات انسان جي پيدائش کان وٺي سندس بلوغت تائين جي زندگيءَ جي مختلف دورن ۾ واڌ ويجهه جو سائنسي ابياس آهي. تعليمي نفسيات جي مضمون جون ڌار ڌار ڏاهن مختلف حالتن هيٺ مختلف وصفون ڏنيون آهن ۽ انهن کي ڌار ڌار دورن ۾ ورهايو آهي.

**تعليمي نفسيات** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب مدن لال پوڪرداس جو لکيل آهي. رايل سائيز واري هن ڪتاب ۾ 118 صفحا آهي ۽ قيمت ٻه رپيا لکيل آهي. ڇاپو ٽيون، خان بهادر محمد صديق ميمڻ، مسلم ادبي پيس، حيدرآباد مان، سال 1947ع ۾ ڇپايو.



**تعمير حسين**: ناميارو گلوڪار تعمير حسين، مشهور موسيقار ۽ استاد غلام عليءَ جو فرزند آهي. هو چوٿين آڪٽوبر 1966ع ۾ حيدرآباد ۾ ڄائو. استاد غلام علي پنهنجي دور جو وڏو موسيقار رهيو آهي. تعمير حسين پيءُ جي نظرداريءَ هيٺ راڳ سکيو. 1983ع ۾ پروڊيوسر اعجاز عليم عقيليءَ ڪيس پي. ٽي. ويءَ تي روشناس ڪرايو، جتي هن ڪيترائي ڪلام ڳاتا. تعمير حسين سنڌي، سرائيڪي، بلوچي، اردو ۽ راجستانيءَ ۾ سنو ڳائي ٿو سندس پي. ٽي. وي تان ٽيل سنڌي پروگرامن ۾ همرچو ڪٽڻهار، بوند بهار، ڇهڇٽو پرڪ، گهڙيال، سنڌ سينگار ۽ آبادگار، اردو پروگرامن ۾ رنگ ترنگ، ميوزڪ فيسٽيول، ٽيلي شو معين اختر شو، بزم غزل وغيره شامل آهن. ريڊيي پاڪستان تي ڪيس نامور براڊڪاسٽر نصير مرزا آندو جتي 1994ع کان ڳائي ٿو. ڪيترين فلمن ۾ به ڳائي چڪو آهي. هن وقت سنڌ ٽي. وي، ڪي. ٽي. اين، ڪشش ۽ مهراڻ چينلن تي پنهنجي فن جا جوهر ڏيکاري چڪو آهي ۽ مقبول فنڪار جي حيثيت ماڻي چڪو آهي.

**تعمير زندگي** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب رسول بخش "خمار" جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 96 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو 4 آنا رکيل آهي. ڇاپو پهريون، اداره آواز ادب، فردوس پريس، حيدرآباد مان 1959ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

**تعميرِ سنڌ** (اخبار): روزاني تعمير سنڌ 18 مارچ 1999ع تي حيدرآباد مان جاري ٿي. هي اخبار ان کان ڪجهه مهينا اڳ اخلاق جوکيو سکر مان ڪيندو هو جيڪا پوءِ قاضي شاهه محمد خريد ڪري حيدرآباد مان جاري




ڪئي، ان جو پهريون ايڊيٽر ناز سهتو جنهن هڪ سال تائين ايڊيٽر طور ڪم ڪيو جنهن کان پوءِ اخلاق جوکيو 2002ع تائين ايڊيٽر رهيو ۽ اخبار جو مالڪ قاضي شاهه محمد پاڻ ايڊيٽر ٿيو ۽ جعفر ميمڻ کي اسسٽنٽ ايڊيٽر بڻايو ويو جيڪو 2005ع تائين موجود رهيو. ان بعد تعمير سنڌ جي هيڊ آفيس ۽ ڊيسڪ اسٽاف ڪراچي جي ايم. اي جناح روڊ تي منتقل ڪئي وئي. اخبار جو پبلشر قاضي اياز عالم آهي. جنهن جي پرنٽنگ پريس حيدرآباد ۾ آهي.

تعمير سنڌ جي شروعاتي قيمت ڪجهه سالن تائين 2 رپيا هئي، جيڪا پوءِ 7 رپيا ڪئي وئي. تعمير سنڌ جا 2 خاص شمارا "آئينو" ۽ "گلدستو" پڻ هر ٻئي ڏينهن شايع ٿيندا رهن ٿا.

تعمير سنڌ ۾ جعفر ميمڻ، رزاق سروهي، سارنگ خاصخيلي، منصور کوکر ۽ ڪجهه ٻين نيوز ايڊيٽر طور ذميواريون نڀايون آهن. هن وقت واحد ڪانڌڙو نيوز ايڊيٽر آهي.

**تعمير، ماهوار ڪراچي** (رسالو): هيءُ رسالو سنڌ مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي سهڪار هيٺ جناح ڪورٽس ڪراچيءَ مان آڪٽوبر 1947ع کان نڪرڻ لڳو. "معمار" رسالي جو ايڊيٽر هو. هن رسالي ۾ عام خبرون ۽ خاص ڪري شاگردن جي رهنمائيءَ لاءِ مواد شايع ٿيندو هو. هن رسالي جو روح روان محمد شفيع انصاري هو، جيڪو هن فيڊريشن جو جنرل سيڪريٽري به هو. رسالي جو پهريون پرچو "پاڪستان نمبر" نڪتو، جيڪو سنڌي ۽ انگريزي ٻوليءَ ۾ هو. هي رسالو الوحيد پريس ڪراچيءَ ۾ ڇپبو هو.

**تعميري فن**: جاين جوڙڻ جي فن ۽ ٽيڪنڪ کي 'تعميري فن' چئجي ٿو. فن تعمير انسان جي عملي ضرورتن جي ۽ جمالياتي ذوق جي تسڪين سان وجود ۾ آيو. هن فن جا هيٺيان قسم مشهور آهن. مصري فن تعمير، رومن فن تعمير، بازنطيني فن تعمير، هندوستاني فن تعمير، اسلامي فن تعمير، گاٿڪ ۽ ترقيءَ جي هيءَ دور جو تعميري فن. تمام آڳاٽي اسلامي تعمير جيڪا اڄ تائين موجود آهي، سا قبته الصخره آهي (جنهن جي معنيٰ آهي "جبل جو گنبذ")، هي بيت المقدس ۾ ستين صدي عيسويءَ جي آخر ۾ اموي خليفي عبدالملڪ هڪ جبل تي تعمير ڪرايو هو. جنهن ۾ طرزِ آرائش کان گهڻو ڪم ورتو ويو. ٻي اهم ترين مسجد قهروان آهي، جيڪا نائين صديءَ ۾ تعمير ٿي، جنهن ۾ 200 ٿنڀا آهن. جيڪي رومن ۽ بازنطيني کنڊرن مان آندا ويا هئا. عباسي خليفي متوڪل هڪ مسجد نائين صديءَ دوران عراق ۾ جوڙائي هئي. اسلامي تعميراتي فن ۾ تاج محل جو ذڪر هندوستاني طرز تعمير ۾ اچي چڪو آهي. ان کان پوءِ سڀ کان وڏي اهميت جون حامل اڏاوتون اسپين جي قرطبا مسجد ۽ غرناطا جو محل الحمراء آهن.

**تعميه**: تعميه جي اصطلاحي معنيٰ آهي تاريخ جي عدد کي درست ۽ برابر ڪرڻ. ماده تاريخ پوري مصرع ۾ هجي يا فقري ۾، پر جيڪڏهن ڪجهه عدد گهٽ هجن ته ڪو حرف انهيءَ عدد جو ملائي ڇڏبو آهي ته اها ڪمي پوري ٿي ويندي آهي. انهي عدد وڌائڻ کي "تعميه" چون ٿا.
مثال:

پڙهي جو ڏٺو مون بياضِ نظامي،
چيم آهه هي جڻ رياضِ نظامي،
پڇيم عيسوي سال دل کان چيو دل،
بحمدالله چئي بياضِ نظامي.

"بياض نظامي" جو عدد 1814 نڪري ٿو جنهن ۾ بحمدالله جا 120 عدد ملائبا ته عيسوي تاريخ 1934ع نڪرندي.

**تَعويذ**: مسلمانن جي ڪن فرقن ۾ بيماريءَ يا ٻين مسئلن مان ڇوٽڪاري خاطر دُعا جو لکيل ڪاغذ، جنهن تي نقش پريل هوندو آهي يا دعا جا لفظ لکيل هوندا آهن (ٻانهن يا ڳچيءَ ۾ ٻڌبو آهي). ڪنهن مطلب پوري ٿيڻ خاطر لکيل دعا جو ڪاغذ، جيڪو ٻانهن ۾ ٻڌبو آهي. ڪي ڏوئي ٻيارين، ٻُورين يا کوهه ۾ به اڇلين.



قبر جي مٽان سِرن يا پٿر جي پيتيءَ مثل تعمير کي به تعويذ چئبو آهي.

ڳچيءَ جو هڪ قسم، ٻانهن جي ڏوُنري ۾ يا ڳچيءَ ۾ ٻڌبو آهي. دولتمند ماڻهو سون يا چانديءَ جا تعويذ ٻڌندا آهن. دعائون، علامتون ۽ انگ، جيڪي انهن تعويذن ۾ لکيا ويندا آهن، تن مان ڪي خدا جا نالا هوندا آهن، ڪي قرآني آيتون ته ڪي وري رمل جون نشانيون هونديون آهن. فرشتن جا نالا، تارن ۽ برجن جا نالا به لکيا ويندا آهن.

شرع اسلاميءَ موجب جادو (سحر) منع ٿيل آهي، تعويذ ٻن قسمن جا ٿيندا آهن، هڪ قرآني تعويذ ۽ ٻيا جادو/ وير مٽ وغيره وارا تعويذ. پر مسلمان عالم لاءِ الله تعاليٰ تي توڪل سان قرآني استعمال ڪري، تعويذن جو استعمال ممنوع نه آهي، پر شرط انهن جو جائز استعمال آهي. ان جي باوجود ڪي ماڻهو ٻين کي نقصان پهچائڻ جي ارادي سان به تعويذ استعمال ڪندا آهن. اسان وٽ اڪثر ڳوٺن ۾ مرشد، مُلا، مولوي، پنڊت يا ٻائي پاران سوالين کي ڪا دعا ڪپڙي يا ڪاغذ يا چمڙي تي لکجي ملندي آهي، جيڪا ميڻ ۾ تهه ڪري، چانديءَ يا سون جي تعويذ ۾ بند ڪرائي، ڳچيءَ ۾ پائيندا آهن.

تعويذ چوڪور به ٿيي ته مستطيل به؛ ڪي وري محراب وارا به ٿين. اڄڪلهه ته دل جي شڪل جهڙا تعويذ به ٿيهن. تعويذ گهڻو ڪري ٺپي، ميناڪاريءَ ۽ جڙاءَ تي ٿيهن. ڪنهن ڪنهن تعويذ کي تاڪي ٿئي ۽ ڪڙو به تاڪيءَ کي ڪڙي، ٻيءَ تاڪيءَ سان قابو ڪن ۽ اندر پيل دعا کي ڪڍڻ چاهين يا بدلائڻ چاهين ته تاڪي ڪڙيءَ سان کولين. ڪن تعويذن کي چاپيون به ٿين. تعويذ زنجير ۾ به پوي ته سُٽ ۽ زريءَ جي ڏوريءَ ۾ به ٻڌجي. ٻاراڻا تعويذ ڌار ٿين ته وڏن لاءِ ڌار؛ عورتن جا تعويذ مردن جي تعويذن کان نمونن ۾ مختلف ٿين. مرد تعويذ ڳچيءَ سان لڳائي ٻڌن ۽ عورتون هيٺ سيني تائين لڙڪيل تعويذ پائين. ماضيءَ کان وٺي ڪي جعلي عامل يا هٽرادو پير صرف پئسي ڪمائڻ لاءِ ٻڻ تعويذن ۽ جادوءَ جي علمن جو استعمال ڪري ماڻهن کي گمراهه ڪندا آهن. اهڙا ڪوڙا عامل ڪڏهن ڪڏهن گرفتار به ٿيندا آهن، پوءِ به وهم پرستيءَ سبب هي سلسلو اڃا جاري آهي. جڏهن ته سائنسي تعليم بعد اڪثر ماڻهن بيمارين وغيره جي صورت ۾ ڊاڪٽرن ۽ طبيبن وٽ وڃڻ شروع ڪيو آهي، پوءِ به ڪيترا توهم پرست ۽ ضعيف الاعتقاد ماڻهو بيمارين جي علاج تعويذن کي قبول ڪن ٿا.

**تعويذ سليماني** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب پوڪرداس ٽانورداس جو لکيل آهي. رايل سائيز واري هن ڪتاب ۾ 114 صفحا ڏنل آهن. ڇاپو پهريون، ليڪ لاهور پرنٽنگ پريس، لاهور مان، سال 1909ع ۾ ڇاپيو.

**تغابن سورة**: قرآن مجيد جي 64 هين سورت. هن سورت ۾ 18 آيتون ۽ 2 رڪوع آهن. تغابن جي معنيٰ "ڪمي ظاهر ٿيڻ" جي آهي، جيڪي اعمالن جي سلسلي ۾ انسانن ۾ ٿين ٿيون. هن سورت جو ن پهريون 13 آيتون مڪي ۾ ۽ باقي پنج آيتون مديني ۾ نازل ٿيون، پر اڪثر مفسرين هن آيت کي مدني قرار ڏين ٿا.

**تغارُ**: لوهه يا ٺڪر جو وڏو ٿانءُ، جيڪو گاري ۽ گپ ڪٽڻ، ڪپڙن ڌوئڻ ۽ اگهارڻ لاءِ ڪم ايندو آهي. ڌوڙ ڌويا (سونارا) تغار ۾ ڪوٺاريءَ جي رڪ وجهي، ان مان سون چانديءَ جا ذرا ڪڍندا آهن.

**تَغاري**: لوهه جي وڏي ڏونگهي ٿالهي يا ٿانءُ، جيڪو رازا ۽ مزدور سيمينٽ يا گاري وغيره ڪٽڻ لاءِ ڪم آڻيندا آهن.

**تغلب:** هڪ عيسائي قبيلو. هنن جو اڳواڻ زرعہ بن نعمان هو. جنهن تي حضرت عمر بن خطاب جزيو مقرر ڪرڻ جو زور ڀريو هو. جنهن ڇيو تہ اسان عيسائي نہ پر عرب آهيون.

**تغلق:** تغلق هڪ خاندان جو نالو آهي، جنهن دهليءَ تي حڪومت ڪئي. هن خاندان جو باني غياث الدين تغلق هو. جيڪو ترڪن جي قبيلي مان هو. سندس پيءُ ترڪ ۽ ماءُ هندستاني نسل مان هئا. 1325ع ۾ بنگال جي مهم تان واپس ايندي، سندس پٽ محمد تغلق رهائش لاءِ هڪ عارضي جاءِ ٺهرائي، جنهن جي ڇت اوچتو ڪري پئي، جنهن ۾ بادشاهہ دٻجي مري ويو. ان کان پوءِ محمد تغلق بادشاهہ بڻيو. ابتدائي ڏهن سالن جي حڪمرانيءَ کان پوءِ، 1335ع ۾ سنڌ جي بغاوت کي منهن ڏيڻ لاءِ ڪاهي آيو هو. پر سنڌين جي حڪمت عمليءَ تحت هو اجل جو شڪار ٿي ويو. ان بعد سندس سئوٽ فيروز شاهہ ولد رجب تغلق بادشاهہ ٿيو. فيروز شاهہ بہ سنڌ تي حملي آور ٿيو ۽ شڪست کائي ڀڳو. 1388ع ۾ فيروزشاهہ کي هڪڙي سنڌي سونهين (Guide) لشڪر سوڌو ڪونجي رڻ ۾ ڦلائي وجي ڪڏيو ۽ هن بہ ڪونجي رڻ ۾ رُلي وجي وفات ڪئي، اُن کان پوءِ غياث الدين ثاني حڪومت جي گاديءَ تي ويٺو. سندس وفات کان پوءِ آهستي آهستي سنڌ ۾ تغلق حڪمرانن جو زور گهٽجي ويو. اُن زماني ۾ سنڌي سومرا حڪمران هئا. (وڌيڪ ڏسو: سومرا دؤر) سومرن جي دؤر کان پوءِ سمن جي دؤر (وڌيڪ ڏسو: سما دور) شروع ٿيڻ سان تغلق حڪمرانن جا سنڌ مان پير نڪرڻ لڳا. جڏهن 762هہ/ 1360ع ۾ فيروزشاهہ تغلق سنڌ ۾ آيو هو. تڏهن جام خيرالدين چاليهہ هزار فوج سان ساڻس مقابلو ڪيو هو. جنهن ۾ فيروزشاهہ شڪست کاڌي هئي ۽ سنڌ ملڪ مڪمل طور آزاد ٿي ويو هو. ٻنهي تغلق حڪمرانن جي شڪست تي سنڌين عام نعرو هنيو هو:

"ٻبرڪت پير پٺو هڪ مئو ٻيو ٺٺو"

فيروز شاهہ کان پوءِ ٻين تغلق حڪمرانن هندستان تي حاڪميت ڪئي. سندن حڪومت جو خاتمو 802هہ/ 1399ع ۾ آيو.

**تغلق، غياث الدين "بلبن":** (حڪومت جو دور 1320ع کان 1325تائين)
غياث الدين "قرونہ" قبيلي جو ترڪ هو. سندس ماءُ پنجاب ۾ رهندڙ جاٽ قبيلي جي هئي. علاؤ الدين جي عهد حڪومت ۾ هن کي ديبل پور جي سرحدي علائقي جو گورنر ۽ سپهہ سالار مقرر ڪيو ويو هتي هن منگولن جي خوب مرمت ڪري ڪين هندوستان ۾ قدم رکڻ بي همت بنائي ڇڏيو. هي خسرو کي شڪست ڏيڻ کان پوءِ دهليءَ جي تخت تي غياث الدين جي لقب سان ويٺو. جڏهن تہ سندس نالو فخر الدين هو. ملڪ ڪافور، قطب الدين مبارڪ ۽ خسرو جي بدعنوانين، سلطنت کي تباهہ ڪري ڇڏيو هو. خزانو خالي ٿي چڪو هو. علاؤ الدين جا سخت قاعدا ۽ قانون رد ٿي چڪا هئا. بدانتظامي وڌي وئي هئي. ملڪ جو اخلاق بگڙي چڪو هو. پر امن امان جي صورت بدترين هئي. ملڪي انتظام ۽ معاشرتي نظام درهم برهم ٿي چڪو هو. هن سوچ ۽ تدبر کان ڪم وٺندي حالتن تي ضابطو آندو. ملڪ جي انتظام کي بهتر بنائڻ خاطر هن وچولو رستو اختيار ڪندي نرميءَ جي جاءِ تي سختيءَ کان ڪم ورتو. درٻار جيڪا ٺڳن، خوشامدڙين ۽ نالائق صلاحڪارن جو اڏو بڻجي چڪي هئي، ان کي سڌاريو. بادشاهي، رعب، دٻدٻي ۽ جاهہ و جلال کي قائم رکيو. غياث الدين تغلق تخت تي ويهڻ کان پوءِ هي حڪم ڪيو تہ ناجائز طريقي سان ڏنل جاگيرون واپس ورتيون وڃن ۽ انهن جي آمدني سرڪاري خزاني ۾ جمع ڪرائي وڃي. جيتوڻيڪ انهيءَ حڪم سبب اميرن ۾ ناراضگي پيدا ٿي، پر اهڙين ڳالهين کيس عوام ۾ ڪافي مقبول بنايو. هن صوبن ۾ ايماندار گورنر مقرر ڪيا. ڪڙمين کان پيدائش جو اڌو وڌ بجاءِ ڏهون حصو ڊل طور وٺڻ جو حڪم ڪيو. هن هارين جي دلجوئي ڪئي، جنهنڪري ملڪ سرسبز ٿيو. هن ڪيترائي نوان واهہ کوٽايا، ڪيترن هنڌن تي باغ پوکرايائين، ڪيترا نوان قلعا جوڙائي ملڪي سرحدن کي محفوظ ڪيائين. ٽپال ڪاٽي کي نئين سر ٺاهيائين. انهن سڌارن کان سواءِ فوج کي منظم ڪيائين. هن ڪوشش ڪئي تہ دهليءَ جي سلطان جي اختيار کي هر صوبو مڃي ۽ ان جي ڏنل هدايتن تي عمل ڪري. علاؤ الدين جي مرڻ کان پوءِ دکن جي ورنگال علائقي جي راجا پرتاب ديو ٻئي، دهلي جي سلطان ڏانهن ساليانو خراج موڪلڻ بند ڪري ڇڏيو هو هن پنهنجي پٽ جونا خان جي سپهہ سالاري هيٺ دکن ڏانهن فوج رواني ڪئي تہ جيئن راجا کي جوڳي سزا ڏني وڃي. جونا خان فوج وٺي ورنگال جي قلعي کي گهيرو ڪيو ليڪن باشاهہ جي دهليءَ ۾ فوت وڃڻ جي افواهہ سبب جونا خان کي گهيرو اڌ ۾ ڇڏي دهليءَ واپس ورڻو پيو. سن 1322ع ۾ بادشاهہ وري جونا خان جي مهنداريءَ هيٺ وڏي فوج دکن رواني ڪئي ۽ قلعو فتح ڪيو. راجا سموري ڪٽنب سميت گرفتار ٿيو اهو علائقو (تلنگانہ) دهليءَ سان ملايو ويو. 1324ع ۾ بنگال جي حاڪم شمس الدين فيروز شاهہ پنج پٽ پويان ڇڏي وفات ڪري ويو. سندس وڏو پٽ غياث الدين بهادر هو ۽ اوڀر بنگال تي خودمختيار حاڪم ٿي حڪومت ڪندو هو. هن جي گادي سونار گائون نالي شهر هو. ٻيو پٽ شهاب الدين بغرا شاهہ بنگال جي تخت





غياث الدين تغلق جو مقبرو

تي ويٺو. مگر ٽئين پٽ جي حصي ۾ ڪجهہ بہ نہ آيو. جنهنڪري ڀائرن ۾ اڻ بڻت ٿي پئي. ٽئين پٽ ناصر الدين دهليءَ جي شهنشاهہ غياث الدين تغلق وٽ دانهيو. غياث الدين بنگال کي فتح ڪرڻ جو سٺو موقعو محسوس ڪري فوج وٺي بنگال پهتو ۽ کيس گرفتار ڪيائين. ناصرالدين کي لکنوءَ جو علائقو ڏنائين. باقي سجو مشرقي بنگال دهلي سلطنت سان شامل ڪري ڇڏيائين. موٽ تي هن ترهٽ جو مضبوط قلعو فتح ڪيو. ترهٽ جي قلعي جي فتح کان پوءِ کيس دهلي موٽڻ نصيب نہ ٿيو. ڇو تہ جونا خان دهلي جي ٻاهران پيءُ جي استقبال لاءِ وڏو بندوست ڪندي آرام لاءِ ڪاٺ جو ڪمرو تيار ڪرايو هو. اها استقبالي ڪيمپ دهلي کان ڇهہ ميل پري هئي. بادشاهہ اجا ان ڪمري ۾ گهڙيو ئي مس تہ اڌاوت ڪري پئي، هو ان ۾ دٻجي مري ويو. سندس وفات جو سال 1325ع هو. مشهور مورخ ابن بطوطہ لکي ٿو تہ بادشاهہ غياث الدين جي مارڻ ۾

سنڌس پٽ جونا خان جو هٿ هو. هن اعليٰ عمارت ساز احمد بن اياز کي چيو هو تہ عمارت اهڙي نموني ٺاهي، جو جيڪڏهن هاٿي ان کي ٽونو هڻي تہ ڪري پوي ۽ ٿيو بہ ائين. جڏهن بادشاهہ اندر گهڙيو ۽ جونا خان دروازي کان ٻاهر ٿي هو تہ هڪ هاٿيءَ عمارت کي ٽونو هنيو، جنهنڪري عمارت ڊهي پئي ۽ غياث الدين تغلق هند جو شهنشاهہ دٻجي مري ويو. جنهن کان پوءِ شهزادو جونا خان، محمد بن تغلق جي نالي سان هندوستان جي تخت تي شهنشاهہ جي حيثيت ۾ ويٺو.

**تغلق، فيروز شاهہ** (1351ع کان 1388ع): فيروز شاهہ غياث الدين تغلق جو ڀائٽيو هو ۽ ننڍو ئي هو تہ سندس پيءُ رجب جيڪو ۽ جنگي سپهہ سالار هو فوت ٿي ويو غياث الدين تغلق سندس پرورش ۽ تربيت ڪئي. غياث الدين تغلق جي وفات کان سندس پٽ محمد بن تغلق کيس پاليو ۽ سکيا ڏني. جڏهن وڏو ٿيو تہ محمد بن تغلق کيس امير حاجب (Chief Lord) جي عهدي تي مقرر ڪيو محمد بن تغلق جڏهن گجرات ڏانهن بغاوت کي ڀنجي ڏيڻ لاءِ دهليءَ کان روانو ٿيو هو تہ پويان ٽن ڄڻن کي دهليءَ جي حڪومت سونپي ويو هو، جن ۾ فيروز شاهہ بہ شامل هو. جڏهن محمد بن تغلق گجرات ڀڄنو تہ کيس پاڻ وٽ گهرائي ورتائين. جڏهن بادشاهہ ٺٽي ۾ وفات ڪئي تہ بہ هو ساڻس گڏ هو محمد بن تغلق جي اوچتي موت سبب بادشاهي فوج ۾ پريشاني پکڙجي وئي. باغي طغيءَ ۽ منگول سپاهين مٿن حملو ڪيو. تنهنڪري سندن حوصلا خطا ٿي ويا. ٺٽي ۾ موجود اميرن گڏجي فيروز شاهہ کي بادشاهہ چونڊيو. فيروز شاهہ مجبور ٿي تخت قبول ڪيو هن بادشاهہ ٿيڻ شرط بادشاهي فوج ۾ نظم ۽ ضبط پيدا ڪيو ۽ فوج جا حوصلا پختا ڪيا، جنهنڪري باغين حملا ڪرڻ بند ڪيا. فيروز شاهہ، شاهي گهراڻي جي عورتن ۽ فوج کي ٺٽي مان دهليءَ هلڻ جو حڪم ڪيو. رستي ۾ سيوهڻ، بکر، اچ، ديپالپور ۽ ٻين ڪيترن هنڌن تي قيام ڪري ماڻهن کي انعام اڪرام ڏئي خوش ڪندو دهليءَ ڏانهن وڌندو رهيو. عالمن ۽ صوفين بزرگن کي وڏا وظيفا ۽ رقمون ڏئي خوش ڪيائين. پويان وزيراعظم خواجہ جهان احمد اياز هڪ صغير ٻار کي محمد بن تغلق جو پٽ ڄاڻائي تخت تي ويهاري ڇڏيو هو. پر فيروز شاهہ جي دهليءَ پهچڻ تي هو فيروز شاهہ جي آڏو پيش پيو. اميرن جي سخت مخالفت سبب وزيراعظم کي حج تي روانو ڪري ڇڏيائين.

فيروز شاهہ جي آڏو مک مسئلو اهو هو تہ دهليءَ جي سلطنت کي ان زوال کان بچائي جنهن جي شروعات اڳ ئي چڪي هئي. ڪيس انهن سردارن سان مقابلو ڪرڻو هو جيڪي سلطنت کي متحد ۽ طاقتور بنائڻ بجاءِ ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ لاءِ تيار ويٺا هئا. پر هن جو مقصد هو اهڙن علائقن کي نئين سر فتح ڪري سلطنت ۾ شامل ڪيو وڃي، جيڪي محمد بن تغلق جي زماني ۾ دهلي سلطنت کان الڳ ٿي ويا هئا، پر اهڙي ڪم ڪرڻ لاءِ وٽس حوصلو ۽ ارادي جي پختگي نہ هئي. ڊاڪٽر رياض اسلام پنهنجي ڪتاب An advanced History of India ۾ لکي ٿو تہ هن بادشاهہ کي جنگ ۽ رتوڇاڻ سان ڪا بہ دلچسپي نہ هئي ۽ هو پنهنجي ناقص سپهہ سالاريءَ ۽ شخصي ڪمزوريءَ سبب هر جنگي مهم ۾ ناڪامياب رهيو. هن ۾ وڏو نقص دل جي ڪمزوري هو، جنهنڪري هو اگر ڪنهن برگهڙي تي ڪاهي بہ ويندو هو ۽ فتح بلڪل نزديڪ ايندي هيس تہ بہ جنگ بند ڪري واپس موٽندو هو صرف اهو سبب ڏيندي تہ ملڪ فتح ڪرڻ جو هوَس ۾ هو مسلمانن جو رت ڪيئن وهائي؟ سڄي زندگيءَ ۾

جيڪي بہ مُهمون هن سرانجام ڏنيون. ان مان صرف ٻن ۾ کيس ڪاميابي نصيب ٿي. پهرين ٺٽي جي باغين کي ختم ڪرڻ ۽ ٻي بنگال جي باغين جي سرڪوبي. ليڪن هڪ انگريز مورخ ٿامس مٿس تنقيد ڪندي لکيو آهي تہ انهن ٻنهي فتحن کي اعليٰ قسم جون فتحون نہ ٿو سڏي سگهجي، جو اهي فتحون جتادار ثابت نہ ٿيون. هن بنگال تي بہ پيرا ڪاهيو. پهريون دفعو 1353ع ۾ فوج کان سواءِ ٻيڙيون بہ ساڻ ڪيائين ۽ حاجي الياس کي سيڪت ڏيڻ ٿي چاهيائين. هن فوج کي حاجي الياس کي زنده پڪڙڻ جو حڪم ڪيو. پر هو اڪدالہ جي قلعي ۾ وڃي لڪو. فيروز شاهہ قلعي کي گهيرو ڪيو. پر موسم جي خرابيءَ سبب واپس موٽي آيو. ٻيو ڀيرو 1359ع ۾ جڏهن حاجي الياس رحلت ڪري ويو ۽ سندس پٽ سڪندر تخت نشين ٿيو تہ هن بنگال تي ڪاهہ ڪئي. 1360ع ۾ هو اڪوالہ قلعي جي ڀرسان منزل انداز ٿيو سڪندر قلعي اندر بند ٿي ويهي رهيو. فوج چوڌاري گهيرو ڪري ويهي رهي. اتفاق سان قلعي جو هڪ برج ڪري پيو. اهو موقعو هو تہ فوج اندر داخل ٿئي پر فيروز شاهہ اهڙي اجازت نہ ڏني. هن سمجهيو ٿي تہ فوج اندر گهڙندي تہ وڏي رتوڇاڻ ٿيندي. فيروز شاهہ کي اهڙي نيڪيءَ ڏانهن مائل ڏسي سڪندر صلح جي درخواست ڪئي. جيڪا فيروز شاهہ خوشيءَ سان قبول ڪري سندس بنگال جي بادشاهہ هئڻ وارو حق تسليم ڪيو.

هن ٺٽي تي بہ حملو ڪيو. سن 1366ع ۾ فيروز شاهہ 90 هزار گهوڙي سوار، لاتعداد پيادن سپاهين، 450 هاٿين ۽ 500 ٻيڙين سان سنڌ تي ڪاهہ ڪئي تہ جيئن ڄامن کي زير ڪري. سنڌ جي حڪومت ان ڦت ڄام علاؤ الدين ۽ صدر الدين جي هٿ هيٺ هئي. اهي ٻئي منگولن سان گڏ ملتان ۽ گجرات جي سرحدن تي حملا ڪندا هئا. انهن بہ مقابلي لاءِ چار لک پيادا سپاهي ۽ ويهہ هزار گهوڙي سوار سپاهي تيار ڪيا. فيروز شاهہ سنڌ جي گاديءَ ٺٽي کان ڪجهہ پري منزل ڪئي. ٻنهي فوجن جي وچ ۾ وقت بہ وقت جهڙپون ٿينديون رهيون. ليڪن ڪو فيصلي ڪن نتيجو نہ نڪتو ايتري ۾ فيروز شاهہ جي فوج ۾ هڪ وچڙندڙ بيماري پکڙجي وئي، جنهن ۾ منو حصو فوج يا تہ مري وئي يا مفلوج ٿي پئي، جنهنڪري فيروز شاهہ کي مجبور ٿي گجرات ڏانهن واپس موٽڻو پيو ۽ رستو ڀلجي ڪڇ جي رڻ پٽ ۾ فوج سميت وڃي نڪتو. جنهنڪري ڪافي نقصان سهڻو پيس. گجرات مان نئين فوج تيار ڪري وري ٺٽي آيو. سندس سنڌي فوج سان مقابلو بہ ٿيو. پر اڃا ڪو فيصلو ٿئي ئي ٿئي تہ اچ جي مشهور بزرگ سيد جلال شاهہ سرخ پوش بخاري، سنڌ جي ڄامن کي هدايت ڪئي تہ هو جنگ نہ ڪن ۽ هن وچ ۾ پئي صلح ڪرايو هو ڄام علاؤالدين ۽ ڄام صدرالدين کي دهليءَ وٺي آيو. حڪومت ڄام تماچيءَ جي حوالي ڪري 1367ع ۾ واپس دهليءَ موٽيو.

هن ڪيترا زرعي سڌارا آندا، واهہ کوٽايا، نتيجي طور ملڪ سرسبز ٿيو. هو مذهبي خيالن جو ماڻهو هو. هن پنهنجي عهد ۾ بہ دفعا مصر جي اسلامي خليفي کان اجازت نامو حاصل ڪيو تہ هندوستان ۾ کيس نائب طور تسليم ڪيو وڃي. هن پنهنجي نالي سان گڏ خليفي جو نالو بہ سڪن تي لکرايو. هن ڏٺو هو تہ محمد بن تغلق عالمن ۽ اميرن سان ڦٽايو هو تہ کيس مشڪلاتون سامهون آيون هيون، ان ڪري هن عالمن ۽ اميرن سان تعلقات بهتر رکيا. عالمن ۽ صوفين سان فيروز شاهہ شروع کان وٺي نهايت عقيدت منديءَ سان رهيو. ڪيترا مدرسا کوليائين. خانقاهن ۽ درگاهن جي مالي مدد ڪيائين. فيروز شاهہ باغن پوکائڻ ۽ نون شهرن ۽ عمارتن ٺهرائڻ جو وڏو شوق رکندو هو. سندس وقت ۾ سپاهين کي

سرڪاري خزاني مان پگهار ملندي هئي ۽ ٻيون مراعاتون به ملنديون هيون. هي ٻهريون حاڪم هو جنهن حڪم ڏنو هو ته ڪو سپاهي جيڪڏهن مري وڃي يا ٻڍو ٿي وڃي ته سندس جاءِ تي هن جي اهڙي مائٽ کي نوڪريءَ ۾ رکيو وڃي، جيڪو سندس ڪفالت به ڪري.

سن 1374ع ۾ فيروز شاهه جو وڏو پٽ فتح خان مري ويو. جنهنڪري هن جي دل ۽ دماغ کي صدمو رسيو ۽ انهيءَ غم ۾ ڳري 20 سيپٽمبر 1388ع تي وفات ڪري ويو.

**تغلق هائوس:** پراڻي سنڌ سيڪريٽريٽ ڪراچيءَ کي، ماضيءَ ۾ سنڌ تي قابض تغلقن جي حوالي سان تغلق هائوس سان منسوب ڪيو ويو هو. جيڪا غلاميءَ جي نشاني آهي. سنڌ جي ساڃهه وندن ڪيترا ڀيرا مطالبو به ڪيو آهي ته سنڌ سيڪريٽريٽ تان 'تغلق هائوس' جي غلاميءَ جو طوق هٽايو وڃي، پر اڃا ان تي عمل نه ٿيو آهي.

**تفريق ۽ تقطيع (ڪتاب):** سيد عبدالحسين موسويءَ هي ڪتاب استادن ۽ شاگردن جي رهنمائي ۽ رهبريءَ لاءِ لکيو هو ان دور ۾ سنڌي ٻوليءَ ۾ ورنيڪيولر امتحان ٿيندو هو. جنهن کي عام طرح "سنڌي فائنل" سڏيو ويندو هو. ان جي نصاب ۾ "علم نَحوم" ۽ "علم صرف" به شامل هئا. شاهه صاحب انهن ٻنهي علمن تي مهارت رکندو هو. تنهنڪري "تفريق ۽ تقطيع" جي نالي سان ڪتاب لکيائين. هن ڪتاب جي ترتيب ۾ ميان محمد ابراهيم عباسي به شاهه صاحب جو ٻانهن ٻيلي هو هي ڪتاب سن 1934ع ۾ اشاعت هيٺ آيو. هن ڪتاب جو ٽيون ڇاپو سن 1945ع ۾ پوڪرداس اينڊ سنز، ڪراچي سنڌ طرفان ڇپيو ۽ ان جو پنجون ڇاپو سن 1958ع ۾ توفيق آرٽ پريس دادو مان ڇپجي پڌرو ٿيو.




**تَفسِيرُ:** اهو بيان، جيڪو پوري سمجهاڻيءَ سان هجي. قرآن شريف جي معنيٰ سان سمجهاڻي، توضيح ۽ تشريح. هيءَ لفظ علم ۽ فلسفي وارن ڪتابن جي شرح لاءِ استعمال ٿيندو آهي. اسلامي اصطلاح ۾ هن لفظ جي مراد ٿي "علم تفسير" آهي؛ يعني علم جي اها شاخ، جنهن کي "علم القرآن ۽ تفسير" چوندا آهن. "علم حديث" جي هڪ خاص ۽ اهم شاخ آهي. عظيم مؤرخ طبري (1310هه/1892ع) جي فن تفسير ۾ هڪ تصنيف موجود آهي، جنهن ۾ حديثن جو وڏو تعداد شامل آهي. اهڙي طرح زَمخشري (متوفي 550 هه/1155ع) پڻ معلم الاخلاق ۽ فقه لغت جو ڪامل ماهر ٿي گذريو آهي. "تفسيرالڪشاف" کي به اسلامي دنيا ۾ قدر جي نگاهه سان ڏٺو ويندو آهي. البيضاويءَ (م 685 هه/ 1286ع) جو تفسير سڀ کان گهڻو مقبول رهيو آهي. هن فن جو اهوئي ڪتاب آهي، جيڪو اڪثر مدرسن ۾ پڙهايو ويندو آهي. ٻين تفسيرن مان فخرالدين رازيءَ جو تفسير (606 هه/1209ع) به اهم آهي، جنهن کي "تفسير الڪبير" چوندا آهن. مسلمانن، ٻهرينءَ صدي هجريءَ ۾، سنڌ، ملتان ۾ پهچي، اسلامي عقيدن جي تبليغ لاءِ مقامي ٻوليون استعمال ڪيون ۽ هر علائقي ۾ اتان جي مقامي ٻوليءَ ۾، اسلامي عقيدن سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. ڪتابن ۾ موجود آهي ته ڪشمير جي هڪ هندو راجا مهروڪ پٽ رائڪ، جيڪو "الرا" جو تاجدار هو، ان جي فرمائش تي 270هه/883ع ۾، عبدالله بن عمر بن عبدالعزيز هباري، منصوره جي حاڪم کنهن سنڌي عالم کان "سنڌي" زبان ۾ قرآن شريف جو تفسير لکرايو هو. جيڪو "يس" تائين پهتو هو. اهو ڪلام پاڪ جو عربيءَ کان سواءِ ڪنهن ٻيءَ ٻوليءَ ۾، دنيا جو پهريون تفسير سمجهيو وڃي ٿو جيڪو "سنڌي ٻوليءَ" ۾ لکيو ويو. ان جي تصديق علامه غلام مصطفيٰ قاسميءَ جي تحريرن ۾ به ملي ٿي عهد نبويءَ کان وٺي موجوده دور تائين هزارين تفسير لکيا ويا آهن ۽ لکيا پيا وڃن. مگر فرمان نبوي مطابق قرآني اسرار ۽ حڪمتون ختم ٿيڻ واريون نه آهن.

سنڌ کي اهو اعزاز حاصل آهي ته برصغير ۾ سڀ کان ٻهرين ٽين صدي هجريءَ ۾ سنڌ جي مشهور شهر منصوره ۾ قرآن ڪريم جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو ويو. اڳتي هلي ٻارهين صدي جي هڪ وڏي عالم شيخ طاهر محدث تفسير 'مجمع البحار' عربيءَ ۾ لکيو ٻيو تفسير مخدوم عيسيٰ جندالله سنڌي پاٽائيءَ جو تفسير 'انوارالاسرار' آهي. جنهن ۾ تصوف جي اسرارن ۽ نُڪتن کي بيان ڪيو ويو آهي. شاهه حسن ارغون جي استاد شيخ مصلح الدين سنڌي 'تفسير بيضاويءَ' تي هڪ بسيط حاشيو لکيو علامه نسفيءَ جي مشهور 'تفسير مدارڪ' جو اختصار علامه طاهر سنڌي 'خلاصة المدارڪ' جي نالي سان لکيو. ڏهين صدي هجريءَ ۾ مخدوم نوح هالائيءَ قرآن پاڪ جو فارسي ترجمو ڪيو. جيڪو برصغير ۾ فارسي ٻوليءَ جو پهريون ترجمو آهي ۽ ان دوران تفسيري نوٽ لکيا. هن جي وڏي خوبي اها آهي، جو قرآن ڪريم جي مقطعات جا اسرار بيان ڪيا ويا آهن ۽ مولانا احمد ملاح جي سنڌي منظوم ترجمي وانگر بِسمِ اللهِ الرَّحمٰنِ الرَّحِيمِ جيترا ڀيرا آئي آهي، ان جي مختلف معنيٰ ڪئي وئي آهي.

تيرهين صدي هجريءَ جي شروع ۾ قاضي عزيز الله متياريءَ قرآن ڪريم جو سنڌي ترجمو ڪيو. مولانا محمد صديق به ڪافي اڳاٽو سنڌي ترجمو ڪيو ۽ هاشيه تي تفسيري نوٽ لکيا آهن. ان کان علاوه "مقتدر ۽ مستند جماعت علماءِ سنڌ" جي نالي سان سنڌي ترجمو (حاشيي تي تفسيري نوٽ لڳل آهن) جيڪو دراصل مولانا عبدالرحيم مگسي اڳوڻي معلم الفقہ سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ جو ڪيل آهي.

سنڌي تفسيرن ۾ سڀني کان اڳاٽو تفسير مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رح جو 'تفسير هاشمي' آهي. ان کان بعد حضرت پير حزب الله شاهه پاڳاري جي حڪم سان تفسير "ارشاد الصديقين لهداية المتقين" معروف به "تفسير ڪوثر شاهه مردا" مولانا صديق نورنگ پوٽي حيدرآباديءَ لکيو. جيڪو پنجن جلدن ۾ ڇپيل آهي. (اهو ڊاڪٽر عبدالستار انصاري ڊين فيڪلٽي آف اسلامڪ اسٽڊيز، سنڌ يونيورسٽيءَ جي لائبرريءَ ۾ موجود آهي.) سيد رشيدالدين شاهه راشديءَ جي حڪم سان مولانا قاضي فتح محمد نظامائي قيصرائيءَ تفسير مفتاح رشداللهؐ لکيو. مولانا محمد عثمان نورنگ زادي تفسير "تنويرالايمان" لکيو. انهن کان علاوه مولوي عبدالرحيم مگسي، محمد حسن پٽي ۽ مولانا محمد مدني مختلف سيپارن جو تفسير لکيو آهي. جڏهن ته قاضي عبدالرزاق جو تفسير پاره عم ۽ تفسير سورت فاتحه، مولانا غلام مصطفيٰ قاسميءَ جو مرتب ڪيل سورة سبا جو تفسير "تمدن عرب" به اهميت جو حامل آهي. علامه موسيٰ جارالله جي عربيءَ ۾ جمع ڪيل مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي تفسيري افادات "الهام الرحمٰن" جو مولانا دين محمد وفائي ۽ مولانا غلام مصطفيٰ قاسميءَ پاران ڪيل سنڌي ترجمو، مولانا شبير احمد لڌيانويءَ جو مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي 'تفسيري افادات' مان جمع ڪيل اردو ۾ تفسير معارف القرآن، مولانا عبدالله لغاريءَ جو

تفسير تفهيم القرآن جو سنڌي ترجمو، مولانا جان محمد ڀٽي ۽ حڪيم امير الدين مهر ڪيو آهي.

سنڌ جي علمي گهرائي راشديءَ جون تفسير قرآن جي حوالي سان ڪيل خدمتون وسارڻ جوڳيون نه آهن. سنڌن قرآن پاڪ جي ترجمي ۽ تفسير ڏانهن اشتياق ۽ لاڙي جوان مان ئي پتو پوي ٿو ته پير حزب الله شاهه راشدي پاڳاري جي چوڻ تي مولانا محمد صديق حيدرآبادي 'تفسير ڪوثر' لکيو ۽ پير رشيد الدين شاهه جهنڊي واري جي خواهش تي قاضي فتح محمد نظامانيءَ 'تفسير مفتاح رشد الله' لکيو. ان طرح مولانا محمد عثمان نورنگ زادي جي تفسير تنويرالايمان جي پهرئين پاري جي تصحيح علامه سيد رشد الله راشدي جهنڊي واري ڪئي ۽ "تفسير 'تنويرالايمان' نالو تجويز ڪيو. اهڙيءَ طرح علامه سيد ابوالقاسم محب الله شاهه راشدي سنڌي زبان ۾ "تفسير المنهج الاقوم في تفسير سورة مريم" لکيو. سنڌن ننڍي ڀاءُ علامه سيد ابو محمد بديع الدين شاهه راشدي رحمة الله عليه جو علمي شاهڪار سنڌي زبان ۾ "تفسير بديع التفاسير" هڪ جامع، مفصل ۽ مدلل تفسير آهي. اهڙيءَ طرح سندس عربي زبان ۾ تفسير جلالين جي طرز تي تفسير "الاستنباط العجيب في اثبات التوحيد من جميع آيات الڪتاب النجيب" به هڪ منفرد ڪوشش آهي، جنهن ۾ پاڻ قرآن پاڪ جي هر آيت مان عقيده توحيد کي ثابت ڪيو آهي.

**تفسير آية الڪرسي:** قرآن پاڪ جي سورة البقره جي آيت 255 کي آية الڪرسي چئجي ٿو. هن آيت جو هيءَ تفسير ڪلهوڙا دور جو هڪ منفرد تفسير آهي. هن تفسير جي نشاندهي سڀ کان پهريائين 1905ع ۾ بلمهارٽ، برٽش ميوزيم ۾ موجود قلمي ڪتابن بابت ڪئٽلاگ ۾ ڪئي. ان کان پوءِ ڊاڪٽر اينيمري شمل پنهنجي ڪتاب (Pearls From The Indus) ۾ تفصيل سان هن جو ذڪر ڪيو آهي ته ڪئپٽن اسٽئڪ کي سنڌ مان جيڪي ناياب قلمي مخطوطا هٿ آيا، تن ۾ هيءَ تفسير به شامل هو. 1990ع ۾ ڊاڪٽر غلام محمد لاکي برٽش لئبرري لنڊن مان انهيءَ تفسير جي فوٽو ڪاپي گهرائي، ان جو عڪسي ايڊيشن، پاڪستان اسٽڊي سينٽر ڄامشوري جي سهڪار سان شايع ڪرايو آهي ۽ گمان ڏيکاريو آهي ته هن تفسير جو مفسر مخدوم عبدالله نرئي وارو آهي. پر عام رايو آهي ته هن تفسير جو مفسر مخدوم عبدالله نه بلڪ سنڌ جو ڪو ٻيو عالم ٿي سگهي ٿو ڇاڪاڻ ته هن وقت تائين مخدوم عبدالله نرئي واري جا ڪافي ڪتاب دستياب ٿي چڪا آهن. مخدوم صاحب جي تصنيفات ۾ اها خوبي عام طرح سان واضح آهي ته پاڻ پنهنجي هر هڪ تصنيف ۾ پنهنجو نالو صاف طور تي ظاهر ڪيو اٿائين. سندس ڪافي تصنيفن ۾ سندس نالو هڪ کان وڌيڪ دفعا نظر اچي ٿو جڏهن ته 'تفسير آية الڪرسي' جي هن مخطوطي جي مطالعي جي آڌار تي ڪا قطعي راءِ قائم نه ٿي ڪري سگهجي. بهرحال اهي سڀ ڳالهيون اڃان تحقيق طلب آهن. ممڪن آهي ته سنڌ جي ڪنهن ڪتبخاني مان هن تفسير جو ڪو ٻيو قلمي نسخو نڪري نروار ٿئي ۽ هن منجهيل سٽ کي سلجهائي وجهي!

**تفسير ابن ڪثير** (ڪتاب): علامه ابن ڪثير دمشقيءَ جي مشهور تصنيف. 'تفسير ابن ڪثير' کي ان دؤر جي عالمن "ام التفسير" جي لقب سان تعبير ڪيو آهي. هن تفسير ۾ ڪوبه اختلاف بيان نه ڪيو ويو آهي، ان ڪري هن تفسير کي سيني کان مفيد تفسير سڏيو ويو آهي. ۽ قرآن مجيد کي سلي نموني سمجهائڻ ۾ هيءَ تفسير وڏي مدد ڏئي ٿو. هن تفسير جو اردوءَ ۾ به ترجمو ٿيل آهي. اصل ڪتاب عربي زبان ۾ آهي.

**تفسير احسن القصص:** قرآن پاڪ جي سورة "يوسف" جو هيءَ تفسير ڪلهوڙا دور جي نامياري عالم ۽ مفسر مخدوم عبدالله نرئي واري جو تصنيف ڪيل آهي. هن تفسير جي باري ۾ سنڌ جي علمي ۽ ادبي تذڪرن ۾ مختلف عالمن جون لکتون ۽ روايتون پڻ مليون آهن ته ڪلهوڙن جي دور ۾ مخدوم عبدالله نرئي واري سورة يوسف جو سنڌي ڪلاسيڪي نظم معريٰ ۾ تفسير لکيو هو. ان سلسلي ۾ برٽن سڀ کان پهريائين هن ڪتاب جي نشاندهي ڪئي ۽ تفسير جو نالو "قصص الانبيا" ڄاڻايو. ان کان پوءِ سنڌ جي اڪثر عالمن برٽن جي تقليد ڪندي، پنهنجن تذڪرن ۾ هن تفسير کي "قصص الانبيا" ڪري ڄاڻايو. هن تفسير جو قلمي مخطوطو ڪنڊياري تعلقي جي مشهور درگاهه شيخ احمد جي سجاده نشين محترم محمد حسن قريشي جي ڪتبخاني مان دستياب ٿيو. هي مخطوطو هن وقت ڊاڪٽر قريشيءَ حامد علي خانائيءَ جي ڪتبخاني ۾ موجود آهي. هن تفسير جي مطالعي مان واضح ٿئي ٿو ته هن تفسير جو اصل نالو "تفسير احسن القصص" آهي. مخدوم عبدالله تفسير بيان ڪندي، ٽن جاين تي پنهنجو نالو ڄاڻايو آهي ۽ آخر ۾ قديم مفسرن وانگر تفسير جي تيار ٿيڻ جي تاريخ 6 رمضان المبارڪ 1196هه مطابق 1782ع پڻ لکي آهي.

**تفسير القرآن** (ڪتاب): هيءَ تفسير محمد عثمان ڏيپلائيءَ قرآن پاڪ جي پنجن تفسيرن کي آڏو رکي ترتيب ڏنو آهي. ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب ۾ 74 صفحا آهن ۽ قيمت 6 آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، اسلاميه دارالاشاعت، هاشمي پرنٽنگ پريس، حيدرآباد، مان سال 1944ع ۾ ڇپيو.

**تفسير بسم الله:** هيءَ تفسير قلمي صورت ۾ برٽش لنڊن ميوزيم (انڊيا آفيس) ۾ موجود آهي. سمورو تفسير ڊيمي سائيز جي 22 صفحن تي مشتمل آهي. هن تفسير جي نشاندهي سڀ کان پهريائين ڊاڪٽر ڪرسٽوفر شيڪل انڊيا آفيس لائبرري ۾ موجود "سنڌي ۽ پنجابي قلمي نسخن جي ڪئٽلاگ" ۾ ڪئي آهي ته ڪنهن نامعلوم شاعر بسم الله جي متعلق هي نظم چيو آهي. جنهن جي مطالعي مان اهو معلوم ٿئي ٿو ته هن مخطوطي جو مصنف مخدوم خليفو محمد ٺٽوي آهي.

**تفسير تبارڪ سنڌي** (ڪتاب): يعني قرآن پاڪ جي سورة تبارڪ جو تفسير، جيڪو مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ لکيو ۽ تفسير سال 1290هه/ 1873ع ۾ بمبئيءَ جي ليٿو پريس مان ڇپيو.

**تفسير پاره عم** (ڪتاب): هيءَ تفسير فقط پاره "عم" (ٽيهين سيپاري) جو آهي، جيڪو مولوي علي محمد مهيري ولد سُرهيي ولد موٺيي، ويٺل پراڻ ڊوري، تعلقي بدين جي سال 1206هه/ 1791ع ۾ لکيو. هن تفسير ۾ 574 صفحا آهن.

**تفسير سورة السجده:** هن تفسير جو قلمي نسخو ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ڪتبخاني جي زينت بڻيل آهي. "سنڌي صورتخطي ۽ خطاطي" ۾ هن تفسير جو جيڪو مختصر تعارف ڏنو ويو آهي، تنهن ۾ مصنف جي باري ۾ ڪا به ڄاڻ ڏنل نه آهي. البت آخري صفحي جي عڪس جي آڌار تي ڪاتب جو نالو محمدي بن مرحوم ميان حيدر عرف آگره ۽ ڪتاب جو سن 1272هه بمطابق 1854ع ڄاڻايل آهي. تفسير ۾ نظم جو جيڪو انداز اختيار ڪيو ويو آهي، تنهن مان اهو معلوم ٿئي ٿو ته هيءَ تفسير ڪلهوڙا دور جي ڪنهن بلند مرتبي واري عالم جو تصنيف ڪيل آهي.

**تفسير سورة الملڪ:** سورة الملڪ جو هيءُ تفسير مخدوم خليفي محمد ٺٽويءَ جو تصنيف ڪيل آهي ۽ اڃا تائين قلمي صورت ۾ موجود آهي. هن تفسير جو هڪ قلمي نسخو انگريزن جي دور ۾ سنڌ مان لنڊن پهتو ۽ هن وقت لنڊن لئبرري لنڊن جي اورينٽل سيڪشن جي زينت بڻيل آهي. سمورو تفسير ڊيمي سائيز جي 63 صفحن تي مشتمل آهي. قديم مفسرن وانگر خليفي صاحب تفسير جي تيار ٿيڻ جي تاريخ ۽ سن 27 محرم الحرام 1193هه بمطابق 1779ع هن طرح ڄاڻايو آهي:

پنو ترجمو تبارڪ جو، منجهه مهيني محرما،
سن اڪاره سا ترئانوءِ هوءِ، ستايهم تاريخا،
جيڪو پڙهي هن سنڌيءَ کي سٽي سهج منجهان،
سو دعا ڪري محمد کي، ڪٽي ٻئي هٿڙا الخ

**تفسير سورة يوسف** (قلمي ڪتاب): هن قلمي تفسير ۾ ڪل ورق 182 آهن. هر صفحي تي 11 ۽ 12 سٽون آهن. اڌوهيءَ ڪاڌل حاشين ۾ عربي شعر، ڳاڙهيءَ مس ۾ لکيل آهن ۽ تصنيف جو سال 1800ع ڄاڻايل آهي. سورت يوسف (قرآن: 12) جي شرح، نظم ۽ نثر ۾ آهي. هيءُ تصنيف مخدوم عبدالله عرف ميان موريي جي آهي.

ٻئي طرف ميين عبدالله منڌري ٻه "سورة يوسف" جو تفسير منظوم لکيو هو. (حوالو: انڊيا آفيس لائبرري).

**تفسير سورة يوسف:** قرآن پاڪ جي سورة يوسف جو هيءُ تفسير قلمي صورت ۾ نامياري عالم ۽ محقق ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ڪتبخاني جي زينت بڻيل آهي. سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري طرفان "سنڌي صورتخطي ۽ خطاطي" جي عنوان سان هڪ شاندار ڪتاب شايع ٿيو آهي. تنهن ۾ هن تفسير جو عڪس ڏنو ويو آهي. ڊاڪٽر صاحب فهرست ۾ هن تفسير جو جيڪو مختصر تعارف ڏنو آهي. تنهن ۾ اهو ڄاڻايو آهي ته هن تفسير جو مصنف مخدوم عبدالله نرئي وارو آهي.

**تفسير سورة "يونس"** (قلمي ڪتاب): تفسير سورة يونس مخدوم عبدالڪريم سنڌي نقشبنديءَ، 14 ربيع الاول سال 1209هه/1794ع ۾ لکي پورو ڪيو. هن جو قلمي اتارو، جيڪو ڪاتب محمد حسين سومري، وينل چيهي لڳ پڊعيدن، سال 1240- 1244 هه وارن سالن ۾ ڪيو هيءُ نسخو سنڌ يونيورسٽيءَ جي انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ ۾ محفوظ آهي.

**تفسير سيپاره تبارڪ جو** (ڪتاب): هيءُ تفسير ميان مير سنڌيءَ جو لکيل آهي، جنهن جي قيمت هڪ رپيو 8 آنا ڄاڻايل آهي. هيءُ ڪتاب قاضي ابراهيم، حيدري پريس، بمبئيءَ، مان سال 1873ع ۾ ٻيهر ڇپيو.

**تفسير فاضلين:** اسلامي تاريخ ۾ تفسير "جلالين" پنهنجي انفرادي حيثيت جي لحاظ کان مشهور آهي. هيءُ تفسير ٻن ساڳئي نالي وارن عالمن علامه جلال الدين محلي (المتوفي 864هه /1459ع) ۽ سندس شاگر علامه جلال الدين سيوطي (المتوفي 911هه/1505ع) جو تصنيف ڪيل آهي. ان ڪري ئي هيءُ تفسير "جلالين" جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو جهڙيءَ طرح عربي ٻوليءَ ۾ تفسير "جلالين" پنهنجي انفرادي خصوصيت جي ڪري اعليٰ مقام رکي ٿو، اهڙيءَ طرح سنڌي ٻوليءَ جي به اها خوشبختي آهي، جو سنڌي زبان ۾ پڻ هڪ اهڙو تفسير لکيو ويو جنهن جي تصنيف جو واقعو هوبهو تفسير "جلالين" جي واقعي سان مشابهت رکي ٿو ۽ ٻن ساڳئي نالي وارن سنڌي بزرگن علامه محمد فاضل ۽ سندس شاگرد سيد محمد فاضل شاهه حيدرآباديءَ جو تصنيف ڪيل آهي ۽ تفسير "فاضلين" جي نالي سان سڏجڻ ۾ اچي ٿو هيءُ تفسير پڻ مذڪور تفسير "جلالين" وانگر تفسيري فن جو هڪ لازوال شاهڪار آهي، پر افسوس جو سنڌ جي ڪنهن به عالم کي انهيءَ ناياب تصنيف تائين رسائي حاصل نه ٿي سگهي آهي؛ اهو ئي سبب آهي، جو سنڌ جي عالمن سنڌ جي ديني ادب ۾ قرآن پاڪ جي ترجمن ۽ تفسيرن تي روشني وجهندي هن جو ڪوبه ذڪر نه ڪيو آهي. تحقيق ڪندي مرحوم محمد صديق مسافر سڀ کان پهريون سنڌي عالم نظر اچي ٿو جنهن سنڌ جي قادرالڪلام شاعر ۽ عالم سيد محمد فاضل شاهه جي ديوان کي مرتب ڪندي، پنهنجي مقدمي ۾ هن تفسير جي طرف ڌيان ڇڪايو ۽ ان جو مفسر صرف سيد محمد فاضل شاهه کي سڏيو آهي ۽ ساڳئي وقت هن تفسير جو نالو به "تفسير فاضليه" ڪري لکيو آهي. توڙي هيءُ تفسير مرحوم مسافر جي نظر کان به گذريو هو ليڪن ڪيس هن تفسير جا چند ورق دستياب ٿيا هئا، جنهن جي بنياد تي هن اهو نالو لکيو آهي. انهيءَ ساڳئي مقدمي ۾ مسافر وري هڪ منجهائيندڙ ڳالهه لکي ته "انهيءَ مذڪور تفسير جو هڪ مڪمل نقل سيد محمد فاضل شاهه، سيٺ حاجي محمد وريل حافظاڻيءَ کي ڏنو هو ۽ ان کانپوءِ هن تفسير جو ڪو به پتو پئجي نه سگهيو آهي، مگر قرآن جي ترجمن ۽ تفسيرن جي تلاش ۽ جستجو ڪرڻ کان پوءِ معلوم ٿيو ته تفسير "فاضلين" جو هڪ قلمي نسخو مولانا مفتي عبدالرحمان ٺٽويءَ جي ڪتب خاني ۾ موجود آهي. جنهن لاءِ گمان غالب آهي ته تفسير فاضلين جو هيءُ نسخو مرحوم حاجي محمد وريل حافظاڻيءَ وارو ئي آهي، جنهن جو ذڪر محمد صديق مسافر ڪيو آهي ۽ هيءُ نسخو مختلف هٿن تان ڦرندي مولانا مفتي عبدالرحمان وٽ اچي پهتو تفسير "فاضلين" جي هن قلمي نسخي جي دستياب ٿيڻ کانپوءِ اهو معلوم ٿئي ٿو، ته هيءُ سمورو تفسير وڏي تختيءَ تي ٽن جلدن ۾ 1277 صفحن تي مشتمل آهي ۽ سنڌي_عربي خط ۾ لکيل آهي. هن تفسير جي آخر ۾ جيڪا ماده تاريخ ڄاڻايل آهي، ان مان اهو ظاهر ٿئي ٿو، ته هيءُ تفسير 13 رمضان المبارڪ 1282هه/1865ع ۾ لکڻ شروع ڪيو ويو ۽ 27 محرم الحرام 1286هه/1869ع ۾ مڪمل ٿيو. ان بعد ماده تاريخ جا ڪجهه بيت هيٺ ڏجن ٿا:

... بعد حمدن ۽ درودن رحمتن
ٿيڻ سبب تفسير جي سامان جو

منجهه ٻياسي سال تيرهي سن منجهان
تيرهي تاريخ رمضان جو

ڪيو محمد فضل دين استاد مُن
صاحبِ علم و عمل ايقان جو

ان ڪري همراهه مون ڪي پاڻ سان
جوڙيو اي تفسير قرآن جو

سورة فاتحه ڪنا يوسفَ تئي
نقل استادم ڪيو فرمان جو

تان رسي قادر قضَا آيس اجل
مرد ٿيو مغفور سو غفران جو

بعده بيــڪس بنـدي خـادمر شرع
مــاڳ ميــڙيو مصحفي ميـدان جو

مــان مــدارڪ ۽ معــالــر احـمَـدي
مــغـز آنـداءِ ان انـدر ايـقـان جــو

فيض فــاضــل شــاهه سـيد سان ٿيو
روز شــب رحــمــٰـن رب ســلطان جو

فضل فاضل جي ملڻ سان فاضلين
اسمر ظاهر ٿيو ضيا ذي شان جو الخ

نسخي ۾ ڏنل ماده تاريخ جي مطالعي مان اهو واضح ٿئي ٿو ته هيءُ تفسير صرف سيد محمد فاضل شاهه جو تصنيف ڪيل نه آهي، بلڪ سندس استاد مولانا محمد فضل جو پڻ هن تفسير جي لکڻ ۾ وڏو حصو آهي. انهيءَ ماده تاريخ مان اهو به صاف طرح سان واضع ٿئي ٿو ته مولانا محمد فاضل اڃا سورة "يوسف" تائين ترجمو ۽ تفسير مس پوري ڪيو هو ته سندس زندگيءَ جو ماڻ پرجي آيو ۽ پاڻ هن فاني جهان مان رحلت ڪيائين. ان ڪانپوءِ سيد محمد فاضل شاهه پنهنجي استاد محترم جي ان رٿيل ڪم کي مڪمل ڪيو. جڏهن هيءُ ترجمو ۽ تفيسر تيار ٿي ويو ۽ پوءِ پاڻ پنهنجي استاد ۽ خود پنهنجي نالي جي پهرين حصي جي نسبت سان هن تفسير جو نالو "فاضلين" رکيو هيٺ ان تفسير جو علمي ۽ ادبي جائزو ڏجي ٿو.

**تفسير جي ترتيب ۽ سٽاءُ:** هن قرآن پاڪ جي ترجمي ۽ تفسير جي ترتيب هن کان اڳ لکيل سنڌي تفسيرن جي ڀيٽ ۾ پنهنجي انفرادي نوعيت واري آهي. هن تفسير جي مطالعي مان اهو واضح ٿئي ٿو ته ان جي ترتيب ۽ سٽاءُ لڳ ڀڳ تفسير "جلالين" جهڙي آهي. ساڳئي وقت اهو به معلوم ٿئي ٿو ته فاضل مصنف تفسير "جلالين" کان متاثر ٿي، هن تفسير تي ساڳيءَ نسبت سان ان جو نالو تفسير "فاضلين" رکيو. تفسير جي ترتيب ۽ سٽاءُ کان علاوه ان جي بيان ڪرڻ جو انداز پڻ ساڳيو "جلالين" جهڙو ڏسڻ ۾ اچي ٿو. ان هوندي به هن تفسير ۾ ڪافي نواڻ پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. تفسير کان اڳ قرآن پاڪ جي عربي متن جي هيٺان "تحت اللفظ" ترجمو ڏنو ويو آهي. بعد ۾ ان سورة جي نفس مضمون جي لحاظ کان حاشئي تي هر هڪ آيت جي شرح بيان ڪئي ويئي آهي. آيتن جي شرح بيان ڪندي "تفسير القرآن بالحديث" واري اصول تي عمل ڪندي حديث جي مستند ڪتابن تان هن تفسير جو مواد اخذ ڪيو ويو آهي. ان ڳالهه جي ثابتي اسان کي هن سموري قرآن پاڪ جي شرح ۾ استعمال ڪيل حديثن مان ملي ٿي.

حديث شريف ڪانپوءِ هن تفسير جو مواد ڪيترن قديم عربي ۽ فارسي تفسيرن تان پڻ ورتو ويو آهي. هن تفسير ۾ جن قديم تفسيرن جا حوالا جابجا ملن ٿا، سي آهن: تفسير مدارڪ، معالم التنزيل، ڪشاف، جلالين، زاهدي، بيضاوي ۽ تفسير حسيني وغيره. مثلاً سورة "بني اسرائيل" جي آيت "وَلاَ تَجهَر بِصَلاتِکَ وَلاَ تُخافِت بِهاَ وَابتَغِ بَينَ ذَالِکَ سَبِيلاً" جو تفسير ڪندي، مختلف مفسرن جي راين کي نقل ڪيو آهي:

جيئن ته هن تفسير جو پهريون حصو سورة "فاتحه" کان وٺي سورة "يوسف" تائين مولانا محمد فضل جو لکيل آهي ۽ باقي ترجمو ۽ تفسير سندس شاگرد سيد محمد فاضل شاهه جو ڪيل آهي. سيد محمد فاضل شاهه پنهنجي استاد جي ڪيل ترجمي ۽ تفسير جي طرز تي قرآن پاڪ جي باقي ترجمي ۽ تفسير کي نهايت ئي سهڻي انداز ۾ نڀايو آهي ۽ ڪٿي به ڪا تبديلي نه آندي آهي. جڏهن هن تفسير جو مطالعو ڪجي ٿو ته منڍ کان وٺي آخر تائين ڪٿي به اهو محسوس نه ٿو ٿئي ته ڪو هيءُ تفسير ٻن مصنفن جو لکيل آهي. صرف ايترو ظاهر ٿئي ٿو ته مولانا محمد فاضل واري حصي کان، سيد محمد فاضل شاهه واري حصي ۾ فقهي مسئلن تي وڌيڪ توجهه ڏنو ويو آهي.

**تفسير ۾ ڪم آندل ٻولي:** تفسير "فاضلين" انگريزن جي ابتدائي دؤر جو پهريون سنڌي ترجمو ۽ تفسير آهي. آخوند عزيز الله متياروي (المتوفي 1273هه/ 1856ع) انگريزن جي آمد کان پهريائين قرآن پاڪ جو سنڌي نثر ۾ ترجمو ڪري سنڌي عالمن لاءِ هڪ نئين راهه ۽ نئون رستو اختيار ڪيو ۽ هو سنڌي نثر ۾ قرآن پاڪ جي ترجمي ڪندڙ جي حيثيت ۾ پهريون عالم آهي. هتي انهيءَ ڳالهه جو اعتراف ڪرڻو پوي ٿو ته آخوند صاحب صرف رستو هموار ڪيو پر انهيءَ رستي کي اڳتي منزل تائين پهچائڻ ۾ هٿ تفسير "فاضلين" جي مصنفن جو آهي. انگريزن جي سنڌ فتح ڪرڻ کان پوءِ 1853ع ۾ سر بارٽل فريئر سنڌ جي ڪمشنر سنڌ لاءِ "الف- ب" جي نئين ترتيب متعارف ڪري سنڌي نثر جو باقاعدي رواج وڌو. ان ڪانپوءِ سن 1865ع ۾ مولانا محمد فضل ۽ سيد محمد فاضل شاهه هيءُ تفسير لکڻ شروع ڪيو. 12 ورهين جو عرصو چڱو عرصو آهي، جنهن ۾ نئين "الف- ب" تقريباً سموري سنڌ ۾ رائج ٿي چڪي هئي ۽ سنڌ جي عالمن ۽ شاعرن انهيءَ نئين صورتخطيءَ ۾ پنهنجي علمي ۽ ادبي ڪمن جي شروعات ڪئي. تفسير "فاضلين" جي مصنفن انهن سمورين حالتن کان متاثر ٿي، سنڌي نثر ۾ قرآن پاڪ جو تفسير لکڻ شروع ڪيو. گمان قوي آهي ته انهن ٻنهي عالمن ضرور آخوند صاحب جي سنڌي ترجمي کي آڏو رکيو هوندو. تفسير فاضلين جي مصنفن، آخوند عزيز الله جي سنڌي نثر جي ڀيٽ ۾ جيڪو سنڌي نثر استعمال ڪيو آهي، ان جي عبارت ايتري منجهيل ۽ بي ترتيب نه آهي، پر عام فهم ۽ آسان آهي. ترجمي خواه تفسير جي جيڪا عبارت ڏني وئي آهي، ان عبارت ۾ فصاحت ۽ بلاغت آهي. لفظن جي بيهڪ، نحوي بناوتون ۽ لفظن جون صورتون جيتوڻيڪ عربي اثر کان پاڪ نظر اچن ٿيون، پر ان هوندي به ڪٿي ڪٿي ان اثر کان محفوظ نه رهي سگهيا آهن. تفسير ۾ استعمال ڪيل سنڌي لفظ ۽ محاورا گهڻي ڀاڱي لاڙي نظر اچن ٿا.

**تفسير فتح الرحمان** (سورة فاتحه): هيءُ تفسير قاضي عبدالرزاق جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 224 صفحا آهن. هيءُ تفسير مدينه دارالاشاعت، ڪراچيءَ جي طرفان ڇپايل آهي.

**تفسير ڪريمي:** هيءُ تفسير مخدوم عبدالڪريم نقشبندي ڪاهي راهو ضلعي نوشهرو فيروز واري جو تصنيف ڪيل آهي. انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ جي قلمي نسخن ۾ ڪاتب محمد حسين سومري جو ڪتابت ڪيل هڪ مجموعو موجود آهي، جنهن ۾ سورة "يٰسين" ۽ سورة "الدهر" جو تفسير به شامل آهي. جيئن ته انهن ٻنهي ذڪر ڪيل سورتن جي مفسر مخدوم عبدالڪريم پنهنجو نالو واضع طور تي ڄاڻايو آهي، ان ڪري پڙهندڙن جي سهوليت لاءِ انهن سورتن جي تفسير کي "تفسير ڪريمي" جو نالو ڏنو ويو آهي. سنڌالاجيءَ ۾ موجود انهيءَ مخطوطي کان سواءِ انهيءَ تفسير جو هڪ ٻيو قلمي نسخو "الڪبير اڪيڊمي" ڪوٽڙي ڪبير ضلعي نوشهري فيروز جي ڪتبخاني ۾ پڻ موجود آهي: ليڪن ان ۾ صرف سورة "يٰسين" جو تفسير آهي. 1990ع ۾ اڪيڊميءَ جي سرپرست مخدوم غوث محمد پيرزادي گوهر

سورة يٰسين جي تفسير کي موجود صورتخطيءَ ۾ ترتيب ڏيئي شايع ڪرايو آهي. بهتر ٿئي ها ته "سورة الدهر" جي تفسير کي به ان ۾ شامل ڪيو وڃي ها.

**تفسير ڪنزالايمان** (ڪتاب): هن تفسير جي متن جو اردو ترجمو علامه امام احمد رضا خان فاضل بريلوي ۽ اردو تفسير علامه نعيم الدين مراد آبادي جو ٿيل آهي. ترجمي ۽ تفسير جو سنڌي ترجمو 84-1983ع ۾ حضرت علامه مفتي محمد رحيم سڪندري، مهتمم جامعه راشديه، درگاهه شريف حضرت پير صاحب پاڳاره، پير جي ڳوٺ ڪيو ۽ انتي ئي پنهنجي شاگرد ۽ سنڌي لئنگئيج اٿارٽي موجوده اڪيڊمڪ پروگرام آفيسر ۽ ڪاتب فيض محمد سڪندري پتافيءَ کان ڪتابت ڪرائي 1985ع تائين مڪمل ڪرايو جنهن جي اشاعت ضياء القرآن پبليڪيشنز لاهور وارن کي سونپي وئي ۽ سندس نگرانيءَ ۾ شايع ٿي. هن جي پهرين اشاعت 1992ع ۾ ٿي ۽ 744 صفحا آهن ۽ قيمت 300 رپيا آهي.

**تفسير گرهوڙي**: هيءُ تفسير مخدوم عبدالرحيم گرهوڙيءَ جو تصنيف ڪيل آهي. دراصل مخدوم گرهوڙي "تفسير گرهوڙي" نالي سان ڪو به تفسير نه لکيو هو، ليڪن پنهنجي سنڌي ڪلام ۾ "حقيقت محمدي" کي بيان ڪرڻ کان پوءِ قرآن پاڪ جي چند سورتن جهڙوڪ سورة الفاتح، الاخلاص، الڪوثر ۽ آيت تبارڪ الذي بيده الملڪ جو مفصل صوفيائو تفسير بيان ڪيو هو. ان ڪري انهن چند سورتن جي تفسير کي پڙهندڙن جي سهوليت لاءِ "تفسير گرهوڙي" جو نالو ڏنو ويو آهي. مخدوم عبدالرحيم جو هيءُ تفسير جيتوڻيڪ مختصر آهي، ليڪن پنهنجي جاءِ تي هڪ بيش بها املهه خزانو آهي. سنڌي زبان ۾ جيڪي به قديم ديني ڪتاب نظر اچن ٿا، تن ۾ مخدوم گرهوڙيءَ جو هيءُ تفسير ٻارهين صدي هجريءَ جي تفسيرن ۾ اعليٰ مقام رکي ٿو. مشهور جرمن اسڪالر ڊاڪٽر اينيمري شمل مخدوم صاحب جي هن تفسير جي باري ۾ لکي ٿي ته "جن ماڻهن قرآن پاڪ جو تفسير صوفيائي طريقي موجب ڪيو آهي، تن مان مخدوم گرهوڙيءَ جو ذڪر خاص طرح سان ڪري سگهجي ٿو. مخدوم صاحب جي سورة الڪوثر جي ڪيل تشريح حضور صلي الله عليه وآله وسلم جي صوفيائي خيالن جو شاندار مثال آهي. سندس قرآن پاڪ جي شرح ارڙهين صدي عيسويءَ جي ڪيترن مثالي سنڌي صوفي شاعرن جي نقط نگاهه سان ملندڙ آهي.

**تفسير گلستان** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب لطف الله "جوڳيءَ" جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 104 صفحا آهن ۽ قيمت 12 آنا لکيل آهي. کوبچند اينڊ سنز پرنٽنگ پريس، شڪارپور، مان سال 1940ع ۾ ڇپايو.

**تفسير معارف القرآن** (ڪتاب): هيءُ تفسير مولوي عبدالخالق جو لکيل آهي. ڊبل ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 150 صفحا آهن. ڇاپو ٻيو محمد حاجي عبدالواحد ميمڻ، مسلم ادبي پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان، سال 1944ع ۾ ڇپايو.



**تفسير هاشمي** (پاره عم): سنڌي زبان ۾ قرآن پاڪ جو هيءُ پهريون تفسير آهي. هيءُ قرآن پاڪ جي ٽيهين پاري عم جو ترجمو ۽ تفسير آهي ۽ سنڌ جي ناميارى عالم ۽ مفسر مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ (المتوفي 1174هه بمطابق 1760ع) جو تصنيف ۽ تاليف ڪيل آهي. مخدوم صاحب هيءُ تفسير 17 شعبان 1162هه بمطابق 1749ع تي لکي پورو ڪيو. هن تفسير جا قلمي نسخا اڄ به سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ جي ذاتي ۽ خانگي ڪتبخانن ۾ موجود نظر اچن ٿا. 1320هه بمطابق 1902ع ۾ پهريون ڀيرو هيءُ تفسير بمبئيءَ جي ڪريمي پريس مان ڇپجي شايع ٿيو هو ۽ ڊيمي سائيز جي 503 صفحن تي مشتمل هو. ڪافي وقت گذرڻ کان پوءِ محمد يوسف نصر پوريءَ انهيءَ ساڳئي تفسير کي موجوده صورتخطيءَ ۾ قرآن پريس حيدرآباد ۽ فردوس پريس حيدرآباد مان الڳ الڳ حصن ۾ شايع ڪرايو هو. پويون ڇاپو پڻ پهرئين ڇاپي وانگر هن وقت ناياب آهي. 1987ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ، تفسير هاشميءَ جي ڪريمي پريس واري ڇپيل نسخي کي ٻيهر آفسيٽ تي شايع ڪرايو جنهن جو مهاڳ علامه غلام مصطفيٰ قاسمي لکيو آهي. وري 1991ع ۾ سنڌ جي هڪ ٻئي علمي اداري مهراڻ اڪيڊميءَ، هن ساڳئي تفسير کي قديم مروج نظمي سٽاءَ مان موجوده نثر ۾ لکرائي شايع ڪرايو آهي.

**تُفَنگُ**: ڏاڪڻ جو ننڍڙو مُڇو جنهن ۾ سڀئي لڪل هجي، ٻار راند طور آنجيءَ ۾ وجهي ڦوڪ ڏيندا ته سڀئي گُل سميت نشان واري هنڌ تي وڃي لڳندي آهي.



**تُفَنگُ**[2]: تفنگ، آنجي گل. هڪ قسم جو اڳاٽو جنگي هٿيار به هو سنڌيءَ ۾ عام طرح "تير تفنگ" اصلاح ڪم ايندو آهي. پچڪاريءَ نموني نڙاندي، جنهن ۾ روغن يا تيزاب پري دشمن جي لشڪر تي اُڇلائيندا هئا. نه جن ماڻهن کي لڳندو هو سي زخمي ٿي پوندا هئا. تفنگ ڊگهي نالي واري بندوق جو پڻ نالو آهي. ٽالپر حاڪمن جون بندوقون پڻ 'يڪ نالي تفنگ' ۽ 'دونالي تفنگ' جي نالن سان مشهور آهن.

**تقاضا ماهوار** (رسالو): هي رسالو "نوجوان شيخ ائسوسيئيشن" لاڙڪاڻي جي سهاري هيٺ 1955ع کان نڪتو تاج محمد اي. شيخ هن اداري جو اعزازي سيڪريٽري، ايڊيٽر شيخ الطاف احمد ۽ سب ايڊيٽر محمد صفر جي. شيخ هو هن رسالي ۾ ادبي ۽ معلوماتي مواد شايع ٿيندو هو هي رسالو الاسلام پرنٽنگ پريس، نگار سينيما روڊ، لاڙڪاڻي ۾ ڇپبو ويندو هو.

**تقاوي**: زميندار طرفان، هاريءَ کي ٻج خرچ لاءِ قرض طور اڳواٽ ڏنل رقم کي تقاوي سڏبو آهي. موجوده دور ۾ حڪومت خود به زرعي ترقياتي بئنڪ طرفان هارين کي ٻج، پاڻ وغيره جي خرچ لاءِ تقاوي ڏيندي آهي. موجوده دور ۾ بٽئيءَ ۾ ٻج هاريءَ بدران زميندار کي ڏيڻو هوندو آهي.



**تقريرون ۽ تحريرون** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌي مشهور ليکڪ شمس العلماء مرزا قليچ بيگ جي تحريرن ۽ تقريرن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ ڪل 13 تحريرون آهن. جن جو وچور هن ريت آهي: (1) صلح ڪل يا مذهبن جي موافقت، (2) اسلامي تعليم نامو، (3) انسان جا محافظ (ملائڪ ۽ ٻيا غيبي مددگار)، (4) عالمگير مذهب، (5) موت کان

پوءِ حياتي (عالم ارواح يا عالم مثال يا بَرزخ)، (6) اسلام جا ٽيهتر فرقا، (7) جسماني ورزش (ڳوٺاڻن ۽ اسلامي مڪتبن لاءِ)، (8) اسلام ۾ علم جي ڳولا، (9) صوفين جي ديوانگي يا مجذوبي حالت، (10) شڪر جو شرف ۽ شان، (11) جوانيءَ جو اڪسير، (12) سنڌي شعر ۽ (13) ڏاڙهياري جيل جو سير. هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ پاران سال 1970ع ۾ شايع ٿيو. ڪچي جلد سان 274 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 7 روپيا آهي.

**تقسيم کان تقسيم تائين** (ڪتاب): سياسي تاريخ تي هي ڪتاب نامور صحافي ۽ ليکڪ شيخ عزيز جو لکيل آهي، جنهن ۾ هن ملڪ جي سياسي تاريخ لکي آهي. ليکڪ سڄي ڪتاب ۾ تحقيق جي عالمي اصولن جي پيروي ڪندي ڪٿي به تعصب يا طرفداريءَ جو شڪار نه ٿيو آهي ۽ گڏوگڏ سنڌ جي مجموعي مفادن جي ڳالهه توڙي ملڪ کي صحيح رستي تي آڻڻ جو نقطهٔ نظر بيان ڪندي هٻڪ محسوس نه ڪئي آهي.

شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي ذڪر سان شروع ٿيندڙ هن ڪتاب ۾ ڀٽي بابت ليکڪ لکي ٿو ته "پاڪستان جي جديد تاريخ ڀٽي کان ئي شروع ٿي". سندس ٻيو مضمون "سياست جا رنگ" جي سري سان آهي، تنهن باب ۾ قيام پاڪستان کان پوءِ ٿيل لڏپلاڻ جو جائزو وٺي ٿو اهڙي طرح هن ڪتاب ۾ آئين جي تياري ۾ بنيادي اختلافي رڪاوٽن بابت، آئين سازي ۽ سازشن جي ابتدا کي پڙهبو ته سڄي ڳالهه واضح ٿيندي نظر ايندي. 35 بابن ۾ ورهايل هي ڪتاب هندستان جي ورهاڱي ۽ پوءِ 1967ع ۾ پاڪستان جي ورهاڱي تائين سڄي تاريخ کي پاڻ ۾ سمائي ويٺو آهي. هي ڪتاب پڪي جلد ۾ 416 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن جي قيمت 400 رپيا آهي ۽ هي ڪتاب باک پبليڪيشن ڪراچي پاران شايع ڪيو ويو آهي.

**تقطيع**: علم عروض جي اصطلاح موجب شعر جي مصرع کي بحر جي رڪنن موجب ونڊڻ ورڇڻ واري عمل کي 'تقطيع' چئبو آهي. علم عروض جي هن طريقي سان ڪنهن به مصرع جا ٽڪرا ڪري، ان جي وزن جو جائزو ورتو ويندو آهي، يعني عروض جي بحرن (مفاعيلن، فاعلاتن وغيره) سان، لفظن جي هڪجهڙائي جاچي ويندي آهي. انهيءَ غرض لاءِ لکيل لفظن جي بدران صرف اُچاريل لفظن کي شمار ڪيو ويندو آهي. اهوئي سبب آهي جو نون غنه، واوِ معدوله ۽ ٻين غير ملفوظ لفظن کي ساڪت ڪري ڇڏبو آهي ۽ فقط اهي لفظ يا اکر ڳڻيا ويندا آهن، جيڪي بذات خود ڪامل آواز رکندا آهن. تقطيع ڪرڻ جا ڪي ضروري قاعدا هي آهن: (1) وزن ڪرڻ ۾ حرڪتن ۽ سڪون جي شمار ۽ پوريءَ جاءِ تي اچڻ جو خيال رکڻ، نه حرفن جو. مثلاً: بلبل، طوطي، صندل، سڀ هڪ وزن جا لفظ آهن، جن جو ماڻ يا ماپو "فعلن" آهي. (2) اُچار يا وات مان نڪتل لفظ تي نظر رکڻ ۽ نه لکيل حرفن تي. مثلاً: وجان، ڪان، هتان ۾ نون غنه يا سڪون جو چٽو آواز نٿو ٿئي، ان ڪري اُهو شمار ۾ نه ايندو، تقطيع وقت اهي وجا، ڪا ۽ هتا، ڪري رڪنن جو اندازو ڪبو. لفظ 'خواب' ۽ 'خود' ۾ "واو" جو آواز نه ڳڻبو پر تقطيع وقت خاب ۽ خد شمار ڪبو. (3) الف مد به الف شمار ٿيندو ۽ شد وارو حرف به به حرف شمار ٿيندو جيئن محرم شد سان "محررم" شمار ٿيندو. (4) فارسيءَ واري 'يِ' اضافت جيڪا اڪثر ڳجهي ٿي رهي، سا لکڻ ۾ ايندي. جيئن: راهِ خدا= "راهي خدا". (5) ڪوبه حرف علت يا صحيح، جنهن جو آواز چٽو نه نڪرندو سو شمار ۾ نه ايندو. خصوصاً جڏهن به حرف صحيح ساڪن گڏ ايندا، تڏهن پوئين جو آواز شمار ۾ نه ايندو جيئن: گوشت= "گوش"، راست= "راس"، علي الحساب= "علل حساب" وغيره.

هيٺ ڪجهه بحرن جا وزن ۽ انهن جا مثال ڏجن ٿا:

(1) پورهئي ڏي جو رکندو لاڙو،
سک جو ڏسندو نيٺ ڏهاڙو.
(فعلن فعلن فعلن فعلن)

(2) مزو عشق جو ڪجهه اهي ئي ٿا ڄاڻن،
جي نت موت کي پڻ حياتي ٿا ڄاڻن.
(فعولن فعولن فعولن فعولن)

**تقليد**: تقليد جي لفظي معنيٰ "ڪنهن جي پابندي يا پيروي ڪرڻ" آهي. گهڻو ڪري هيءَ اصطلاح اسلامي شريعت جي فقهي حڪمن ۾، شريعت ۽ طريقت جي معاملن ۾ ٻارهن امامن جي پيروي ڪرڻ يا وقت جي نائب امام جي رهنمائي حاصل ڪرڻ لاءِ استعمال ٿيندو آهي. حضور صلعم ۽ ٻارهن امامن جي پڻ تقليد واجب سمجهي ويندي آهي، هن وقت حضرت امام مهدي عليه السلام جي تقليد واجب آهي، ان ڪانسواءِ فقه جي چئن امامن (امام ابو حنيفه رح، امام مالڪ رح، امام شافعي رح، امام ابن حنبل رح) مان، ڪنهن جي ٻڌايل مسلڪ جي پابنديءَ لاءِ ڪم ايندو آهي. تقليد جي اصطلاحي معنيٰ آهي "ڪا شيءِ ڪنڌ يا ڳچيءَ ۾ لٽڪائڻ". هيءَ اصطلاح هونئن ٽن معنائن ۾ استعمال ٿيندو آهي: (1) عربن جي قديم رسم موجب قربانيءَ جي اُٺ جي ڪنڌ ۾ چمڙي جو پٽو ٻڌندا هئا، جنهن کي قلاده چئبو هو امام مالڪ جو خيال آهي ته قلاده بندي انهيءَ ڪري ڪئي ويندي هئي، جيئن اُٺ کي سفر ۾ نظر نه لڳي، (2) فوجي محڪمي ۾ ڪنهن شخص کي ڪنهن عهدي تي مقرر ڪرڻ. مقرريءَ جي صورت اها هوندي ته انهيءَ شخص جي چيلهه سان تلوار ٻڌبي آهي، ان جو مطلب اهو ٿيو ته انهيءَ شخص کي حڪومت جي انتظامي محڪمي ۾ ڪونه ڪو عهدو مليل آهي، جنهن ۾ قاضيءَ جو منصب به شامل آهي. (3) تقليد اها آهي ته انسان ڪنهن غير حجت جي قول يا فعل کي صحيح مڃي، ان جي دليل تي غور ڪرڻ کان سواءِ، ان کي قبول ڪري. انهيءَ معنيٰ ۾ تقليدَ اجتهاد جو ضد آهي.

تاريخي طور تقليد جي شروعات انهيءَ زماني ۾ ٿي، جڏهن مذهب جي تڪوين (خلق ڪرڻ، عالمِ وجود) ٿي. امام شافعي، لفظ تقليد کي انهيءَ معنيٰ ۾ ئي استعمال ڪيو آهي، جيڪا پوءِ اصطلاحي طور رائج ٿي، جنهن جي معنيٰ ٿيندي: 'پيروي، پوئلڳي'

**تقويٰ**: اسلام ۾ سڀني عبادتن مان 'تقويٰ' کي خاص اهميت حاصل آهي. عربيءَ ۾ "تقويٰ" لفظ جي معنيٰ "پرهيزگاري" آهي. تقويٰ دل جي ان خاص احساس جو نالو آهي، جنهن ۾ خدا جا سمورا ڏنل فرض اچي وڃن ٿا. الله تعاليٰ جي حاضر ۽ ناظر هجڻ جو دل ۾ يقين ٿي وڃي ٿو. تقويٰ جي اهميت قرآن مجيد جي ڏنل فرمان مان به ظاهر ٿئي ٿي. جيئن رنگ، نسل، خاندان، دولت جي بنياد تي انسان کي مختلف فرقن ۾ ورهائڻ منع ڪيو ويو آهي ۽ صرف ئي صرف خدا جي هيڪڙائيءَ جو سڏ ڏنل آهي. اهو فرمان نبي پاڪ صلي الله عليه وسلم جي آخري خطبي ۾ به ڏنل آهي: 'ڪنهن به عربيءَ کي عجميءَ تي فوقيت حاصل ناهي. توهان مان ڪامل اهو آهي، جيڪو متقي آهي.' تقويٰ جي اسلام ۾ اهم حيثيت آهي. قرآن شريف توڙي حديث مبارڪ ۾ تقويٰ تي وڌ ۾ وڌ زور ڏنل آهي. اسلام ۾ ان شخص کي وڌيڪ عزت ۽ احترام سان ڏٺو ويندو آهي، جيڪو پرهيزگار آهي. دين جي بزرگن جي وڏي ۾ وڏي خوبي به اهائي هوندي آهي ته اُهي

انتهائي پرهيزگار ۽ تقويٰ متعلق قرآني هدايتن تي هلندڙ هوندا آهن. تقويٰ، حڪم جي پابنديءَ جو نالو آهي. علامہ آءِ آءِ قاضي تقويٰ جي معنيٰ پابندي ڏني آهي. يعني منع ڪيل ڳالهين کان پابندي.

**تقي شاهہ، پير**: پير تقي شاهہ جيلاني 1850ع ۾ ڄائو. اصل پراڻي سکر جو رهاڪو هو. سندس والد صاحب جو نالو سيد پريل شاهہ جيلاني هو. پير تقي شاهہ جو حسب نسب پير عبدالقادر جيلاني رح سان ملي ٿو. پير تقي شاهہ باڊهہ ۾ پوسٽ ماسٽر مقرر ٿي آيو ۽ باڊهہ جي ريواچند محلي ۾ اچي رهيو. پير تقي شاهہ هڪ درويش صفت انسان ۽ تمام پرهيزگار هو. سندس ڪرامتن ۾ چلي پچائڻ واري ڪرامت تمام گهڻي مشهور هئي. پير تقي شاهہ کي شعر شاعريءَ سان دلچسپي هئي، پاڻ تمام سٺو شاعر هو. سندن شاعريءَ ۾ ڪافيون، وايون، غزل، مولود ۽ بيت شامل آهن. پير تقي شاهہ مذهبي طرح قادري مسلڪ ۽ وحدت الوجود واري نظريي جو قائل هو. سندس همعصرن ۾ خليفو گل محمد هالائي، عثمان فقير سانگي، قادر بخش بيدل، خوش خير محمد هيسباڻي، چتو فقير سانگي، مصري شاهہ، شاهہ نصير، مرزا قليچ بيگ، دادن فقير ۽ ٻيا ٿي گذريا آهن. کيس 3 پٽ ۽ هڪ نياڻيءَ جو اولاد ٿيو. پير تقي شاهہ 29 مئي 1952ع تي 92 سالن جي ڄمار ۾ لاڏاڻو ڪيو. سندس مزار باڊهہ شهر ۾ موجود آهي. سندس مزار تي اڄ بہ روزانہ سوين ماڻهو عقيدت ۽ احترام سان حاضري ڀريندا آهن. جتي هر سال ميلو لڳي ٿو.



**تقي شاهہ جو ڪلام** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌ جي صوفي ۽ ڪلاسيڪل شاعر سيد پير تقي شاهہ جيلانيءَ جي زندگي ۽ شاعري تي مشتمل آهي. هن ڪتاب کي نوجوان ليکڪ عمران جيلاني مرتب ڪيو آهي. هن ڪتاب جو پيش لفظ اديب ۽ نقاد تاج جويي لکيو آهي. هو تقي شاهہ جي شاعريءَ متعلق لکي ٿو تہ: "تقي شاهہ جي ٻولي سادي، عام فهم، مترنم، رسيلي ۽ مقامي لهجي واري آهي. ان ۾ ڪو بہ وڏاءُ ۽ تصنع موجود نہ آهي. سندس ڪافين جي ٻولي سندس دؤر جي مروج ٻولي آهي ۽ عوامي فنڪارن لاءِ مناسب ۽ موزون پڻ آهي." ڪتاب ۾ تقي شاهہ جي جنم ۽ خانداني پسمنظر، تعليم، ملازمت، شخصيت، رهڻي ڪهڻي، شادي ۽ اولاد، وفات، شاعرانہ خوبي، ٻولي ۽ لهجي ۽ سندس ڪلام جي موضوع ۽ ڪردار بابت ذڪر ٿيل آهي. ان ڪانسواءِ هن ڪتاب ۾ سنڌي ۽ سرائيڪي ڪافيون، منظوم خط، ٽيهہ اکري ۽ ڏوهيڙا شامل آهن. هن ڪتاب جو مقدمو عمران جيلاني لکيو آهي، جنهن پڻ تقي شاهہ جي شخصيت ۽ شاعريءَ تي تفصيلي روشني وڌي آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو سيپٽمبر 2009ع ۾ تقي شاهہ يادگار ڪاميٽي باڊهہ، لاڙڪاڻي پاران شايع ٿيو پڪي جلد سان. 208 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 200 رپيا آهي.




**تقي شاهہ حنفي، سيد**: هن شخصيت ڳوٺ ناري، يونين ڪائونسل باليشاهہ ۾ جنوري 1905ع ۾ جنم ورتو. سنڌي فائنل پاس هو، پر عربي، فارسيءَ ۽ اردوءَ تي عبور رکندڙ هو. 1924ع کان نامور شاعر جمع خان 'غريب' جي رهنمائيءَ ۾ شاعري ڪيائين. 1935ع کان 1938ع تائين 'سنڌ معاون اخبار' جو ايڊيٽر بہ رهيو.

**تقي عليہ السلام، امام**: حضرت امام محمد تقي عليہ السلام، نائون امام تسليم ٿيل آهي. سندس ولادت 10 رجب 195هہ مطابق 8 اپريل 811ع تي جمعي جي مبارڪ ڏينهن مديني منوره ۾ ٿي. سندن والده خيزران عرف سبيڪ جو تعلق ام المومنين بيبي ماريہ قبطيہ جي خاندان سان هو. امام محمد تقي عليہ السلام جو اسم مبارڪ "محمد،" لقب "تقي" ۽ ڪنيت "ابو جعفر" هئي، پر سڀ کان مشهور لقب "جواد" ۽ "تقي" هو جڏهن تہ سندن لقبن ۾ مختار، منتجب، معرضيٰ، قانع ۽ عالم وغيره پڻ ڄاڻايل آهي. پاڻ عباسي بادشاهہ امين جي وقت ۾ پيدا ٿيو. ان بعد مامون رشيد ۽ معتصم عباسي جا دور پڻ ڏٺائين. پاڻ اڃا ننڍي عمر جو هو تہ سندس والد حضرت امام علي رضا عليہ السلام کي مامون رشيد عباسيءَ زهر ڏياري شهيد ڪرايو. ان ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي. بنو اميہ ۽ بنو عباسين، اولاد رسول کي شهيد ڪرڻ ۽ اذيتن ڏيڻ ۾ ڪا بہ ڪسر نہ ڇڏي، ظلم ۽ تشدد جي انتها ڪري ڇڏي. کيس



امام تقي عليہ السلام جو روضو

ننڍپڻ ۾ امامت جا فرض سر انجام ڏيڻا پيا. پاڻ ننڍي عمر وارو هوندي بہ غيبي علمن سان مالا مال هو ۽ سندس علم ۽ ڄاڻ ايڏي تہ وسيع هئي، جو وڏا وڏا عالم بہ سندن مقابلو ڪري نہ سگهندا هئا. مامون رشيد عباسي، امام رضا عليہ السّلام کي شهيد ڪرائي ڇڏيو، ڇاڪاڻ جو کيس اها ڳڻتي هئي تہ شايد خلافت آل رسول صلي الله عليہ وسلم جي خاندان ۾ نہ منتقل ٿي وڃي. جيئن تہ مامون خود عالمن جي صحبت پسند ڪندو هو. ان ڪري امام محمد تقي عليہ السلام ۾ عالمانہ صلاحيتون ڏسي هو سندن قائل ٿي پيو ۽ کين پنهنجو بڻائڻ لاءِ سوچيائين. مامون پنهنجي ڀاءُ معتصم عباسي کي ولي عهد بڻائي چڪو هو. ان ڪري معتصم ۽ ٻين شاهي خاندان جي فردن ان ڳالهہ جي مخالفت ڪئي ۽ هڪ وفد جي صورت ۾ مامون سان ملاقات ڪري کين ان ڳالهہ کان باز رکڻ جي ڪوشش ڪيائون. جنهن تي مامون کين سمجهايو تہ امام محمد تقي عليہ السّلام ننڍي عمر جو ضرور آهي، پر الاهي علمن جي کين وڏي ڄاڻ آهي ۽ هي

ڪنهن به وڏي عالم سان مقابلو ڪري سگهي ٿو. اوهان کي يقين نه اچي ته مناظرو ڪرائي ڏسو. انهيءَ تي هڪ وڏي عالم يحييٰ بن اڪثم کي امام محمد تقي عليه السلام جي سامهون مناظري لاءِ منتخب ڪيو ويو. مناظري ۾ امام محمد تقي عليه السلام جي ڪاميابي ٿي ۽ سندن عالمانه گفتار ماڻهن کي حيران ڪري ڇڏيو. مامون پنهنجي نياڻي ام الفضل جو نڪاح امام تقي عليه السلام سان ڪري ڇڏيو ۽ ان وقت جي مطابق پنج سئو درهم حق مهر مقرر ڪيو ويو. ان ڪانپوءِ ڪجهه ڏينهن بغداد ۾ قيام بعد امام محمد تقي عليه السلام واپس مديني پهتو. انهيءَ دوران ام الفضل ڪجهه شڪايتي خط مامون ڏانهن لکيا، پر مامون انهن کي نظرانداز ڪندو رهيو. آخر 218هه بمطابق 833ع ۾ مامون رشيد وفات ڪري ويو ۽ سندن ڀاءُ معتصم باالله مسند عباسيه جو تاجدار بڻيو. هوڏانهن ام الفضل جا شڪايتي خط مسلسل ايندا رهيا. جيئن ته مامون رشيد وٽ معتصم انهيءَ رشتي جي سخت مخالفت ڪئي هئي. انهيءَ ڪري معتصم شڪايتي خطن ۾ وڌيڪ دلچسپي وٺڻ لڳو. آخرڪار امام محمد تقي عليه السلام کي 220 هه/835ع ۾ بغداد طلب ڪيو ويو ۽ جيئن ئي پاڻ بغداد پهتو ته ڪيس گرفتار ڪيو ويو ۽ قيد ڪري اونداهيءَ ڪوٺيءَ ۾ رکيو ويو. جتي ڪيس طرح طرح جون اذيتون ڏنيون ويون. جنهن بعد ڪيس جيل ۾ زهر ڏنو ويو. هيءَ به روايت آهي ته معتصم، مديني جي والي عبدالملڪ کي خط لکيو ته امام جواد ۽ ام الفضل کي بغداد موڪليو وڃي. جڏهن امام عليه السّلام بغداد پهتا ته معتصم ظاهري طور امام جو عزت احترام ڪيو پر امام تقي عليه السّلام هن جي هر فعل کي نظرانداز ڪيو هن ظالم متعصم پنهنجي غلام 'استناس' جي هٿان امام ڏي شربت موڪليو پر ڪن راوين ماني لکي آهي. امام تقي عليه السلام جيئن شربت پيتو سندس روح پرواز ڪري ويو. ڪيس ڪاظمين شريف ۾ امام موسيٰ ڪاظم عليه السلام جي پرسان دفنايو ويو. اڪثر عالمن جو رايو آهي ته پاڻ 29 ذوالقعد 220هه بمطابق 835ع تي شهيد ٿيو. سندن شهادت بابت ملان مبين لکي ٿو ته: معتصم عباسي کين قيد ڪري زهر ڏئي شهيد ڪيو امام تقي عليه السلام جي عظيم هستي ديني توڙي دينوي علمن جو سرچشمو هئي. شيخ طوسي سندس شاگردن ۽ اصحابن جو تعداد تقريباً 110 ٻڌائي ٿو جنهن مان اها خبر پوي ٿي ته ان زماني ۾ ماڻهن جو امام سان ملڻ ڏاڍو محدود ۽ مشڪل هو صاحب 'تحفة الازهار' لکي ٿو ته امام تقي عليه السّلام کي چار فرزند ابوالحسن امام علي نقي عليه السّلام، ابو احمد موسيٰ، ابو احمد حسين ۽ ابو موسيٰ عمران هئا ۽ کين نياڻيون به چار فاطمه، خديجه، ام ڪلثوم ۽ حڪيمه هيون. اهو اولاد کين 'سماته مغربيه' مان هو جڏهن ته ام فضل مان ڪو به اولاد ڪو نه هو.

**تَڪُ** (Block/Area/Constituency): تڪ جي لفظي معنيٰ ڪنهن به شيءِ جو حصو آهي، خاص ڪري ڪپڙي ۽ زمين وغيره جو انهيءَ نسبت سان زمين جو آباد تَڪُ. ٻن ٽن ٽپن جي گڏيل ايراضي. ميمبر يا ميمبرن جي چونڊ خاطر مقرر آبادي يا ايراضيءِ يا شهر جو پاڙو به تَڪُ سڏيو ويندو آهي.

**تَڪبيرَ**: خدا جي وڏائيءَ جو بيان. خدا تعاليٰ جي وڏائي بيان ڪرڻ جو فقرو "الله اڪبر". نماز ۾ "الله اڪبر" چوڻ. هيءَ واحد خدا جي عظمت جي اظهار ڪرڻ لاءِ ننڍي کان ننڍو جملو آهي. اسلامي معاشري ۾ الله تعاليٰ جي رحمت ۽ عنايت جو تصور تڪبير ذريعي ظاهر ڪيو ويندو آهي. جڏهن نبي سڳوري صلي الله عليه وسلم کي وحيءَ جي ذريعي حبش جي شاهه نجاشيءَ جي مرڻ جي خبر پئي ته پاڻ سڳورن اصحابن کي اها خبر ٻڌائي ۽ مُصلي تي بيهي اصحابن جون صفون ڪرايون ۽ چار تڪبيرون هنيون. روايت آهي ته نبي سڳورا صلي الله عليه وسلم حج دوران ڪيترائي ڀيرا تڪبيرون پڙهندا هئا. يعني طواف جي شروع ۾، طواف جي وچ ۾، طواف جي آخر ۾، ۽ پوءِ جڏهن ڪعبو ڏسڻ ۾ ايندو هو تڏهن. حجر اسود وٽ، ۽ مِنيٰ ۽ عرفات جي وچ ۾ ۽ صفا ۽ مروه وغيره وٽ. نماز شروع ڪرڻ کان پهرين، تڪبير پڙهڻ شروع ۾ مخصوص آهي، جنهن کي "تڪبيرة الاحرام" به چوندا آهن. پنجن ئي نمازن جي وچ ۾ ڪيترائي ڀيرا تڪبير چئي ويندي آهي. رڪوع ۾ وڃڻ، سجدو ڪرڻ ۽ سجدن مان اٿڻ وقت وغيره. اهڙيءَ طرح تڪبيرن جا ٻيا به موقعا آهن. تڪبير وقت ماڻهو پاڻ کي ائين سمجهندو آهي، جڻ خدا جي راهه ۾ قربان ٿي ويو تڪبير وقت دل جون سموريون سوچون ۽ خيال ختم ڪري ڇڏنا آهن. تڏهن ته شاهه لطيف چيو آهي:

جان جان پسين پاڻ کي، تان تان ناهه سجود،
وڃائي وجـــود، تـهان پوءِ تڪبيــر چئو!

**تُڪلَ**: لغڙ جو هڪ قسم، جنهن کي "گُڏي" به چون. تُڪلَ عام لغڙ کان وڏو ٿهندو آهي. تُڪل جو مٿيون ۽ هيٺيون پاسو ويڪر کان وڏو ٿيندو آهي.

**تُڪمو**: اڳاٽي وقت ۾ صدري يا پهراڻ ۾ هٿ سان ٺهيل سُٽ جا ٻيڙا ٽاڪيندا هئا، جن کي "سَرٽ" به چوندا هئا. تُڪمو زنجيريءَ واري پرت سان بند هوندو هو ۽ چيٽري ګوڙهي وانگر محسوس ٿيندو هو.

هڪ قسم جو ٻوٽو ۽ ان جو گُل، "تُڪمي جو گل" مشهور آهي.

**تُڪو/تڪي**: تيُر جو قسم، جنهن ۾ اٽي يا ڇهنب نه هجي. پر ٿلهو ڪانو هجي. "تُڪا/ تڪيون" فقط پکين جي شڪار لاءِ شڪاري ڪم آڻيندا هئا. ڪنهن زماني ۾ تير ڪمان عام هٿيار هو ان ۾ هر موقعي لاءِ جدا جدا تير استعمال ٿيندا هئا، ۽ انهن جا نالا به جدا جدا هوندا هئا. تُڪا يا تُڪيون، فقط ننڍن پکين ۽ سهن وغيره جي شڪار لاءِ استعمال ٿيندا هئا. انهن سان پکي يا سها فقط زخمي ٿيندا هئا، پر مرندا نه هئا. سَرجي ڪانيءَ مان ٺهيل سَنهي گز کي "تُڪي" چوندا آهن.

'تُڪو هڻڻ' هڪ اصطلاح پڻ آهي. جنهن کي سنڌيءَ ۾ "ڏُڪو هڻڻ" پڻ چيو ويندو آهي.

**تڪوير، سورة**: قرآن مجيد جي 81 سورت. هن سورت ۾ 29 آيتون آهن. هي سورت ابتدائي مڪي زماني سان تعلق رکي ٿي. هن سورت جا ٻه موضوع آهن. هڪ آخرت ۽ ٻيو رسالت. پهرين ڇهن آيتن ۾ قيامت جي پهرين مرحلي جو ذڪر ڪيو ويو آهي، جڏهن سج بي نور ٿي ويندو، تارا ٽڙيڪڙ ٿي ويندا، جبل اکڙي ويندا. جڏهن ماڻهن کي مال متاع جو هوش نه رهندو، جهنگلي جانور بدحواس ٿي هڪ جاءِ جمع ٿي ويندا، سمنڊ اٿلي پوندا. وري ٻين ستن آيتن ۾ ٻئي مرحلي جو ذڪر فرمايل آهي ته جسمن ۾ نئين سري کان روح وڌو ويندو. اعمال نامه کوليا ويندا. ظالمن جي بازپرس ٿيندي، آسمان جا پردا هٽايا ويندا، دوزخ ۽ جنت جون سڀ شيون اکين جي آڏو آنديون وينديون ۽ هر انسان کي خبر پئجي ويندي ته هو دنيا مان ڇا ڪٽي آيو آهي. ان کان پوءِ رسالت جو مضمون بيان ڪيل آهي. جنهن ۾ مڪي وارن کي چيو ويو ته توهان جو رفيق (حضرت محمد صلي الله عليه وسلم)

مجنون ڪونهي. نہ ئي هن ڪي ڪو شيطان وسوسو وڌو اٿس. پاڻ خدا جو موڪليل نبي آهي. جنهن خدا جي هستيءَ کي ويجهو کان ڏٺو آهي.

**تَڪِيو:** فقيرن جي ويهڻ جي هنڌ يا آستاني کي ’تڪيو‘ چئبو. اهڙي آستاني تي فقير ڏيڍ فوٽ ڪن ڊگهي ڪاٺيءَ تي نرڙ رکي غور فڪر ڪندا، ڌيان لڳائيندا آهن. تڪيو لفظ، ’وهاڻي‘/ ’سرهاڻي‘ لاءِ بہ ڪم ايندو آهي، پر ان جي اصل معنيٰ آستانو آهي. شاهہ لطيف، سُر رامڪليءَ ۾ ”تڪيو“ لفظ ان ئي معنيٰ ۾ ڪم آندو آهي:

ڪن ڪٽ، ڪاپٽ، ڪاپڙي، ڪن وَٽيا، ڪن چير،
سدا ويهن سامهان، عاشق اُتر هير،
تَسا ڏيئي تَن کي، ساڙيائون سرير،
جي فنا ڪيا فقير، هلو تڪيا پسون تن جا.

**تڪيو جاگير:** تعلقي ميرپورخاص ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

**تڪيو جيوڻ:** ضلعي ۽ تعلقي حيدرآباد ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: ’گل لاشاري‘، ’دودو پتافي‘ ۽ ’عبدالغفور‘.

**تڪيو قلندر لعل شهباز:** هيءَ مقبري نموني اڏاوت، دربيلي ضلعي نوشهرو فيروز جي پرسان آهي جيڪا ”قلندر جو تڪيو“ ڪري سڏجي ٿي. عام روايت آهي تہ قلندر جڏهن سيوهڻ پئي ويو تہ ڪجهہ عرصي لاءِ هتي ترسيو ۽ چلو پچايو هئائين. ڪيتري عرصي تائين هي مقبري نما اڏاوت مندر طور بہ استعمال ٿيندي رهي آهي. هيءَ عمارت هن وقت ڊاڪٽر ذوالفقار جروار جي رهائش طور استعمال ٿي رهي آهي. هن تڪيي تي هريجن ذاتين وارا ماڻهو گهڻي تعداد ۾ اچي عبادت ڪن ٿا.

هيءَ پڪ سري جاءِ آهي. جيڪا پنهنجي اصليت وڃائي چڪي آهي، جو وقت بہ وقت ان جي مرمت ٿيندي رهي آهي. صرف گنبذ جا نشان ڪنهن حد تائين اصلي حالت ۾ آهن. گنبذ جاءِ جي نسبت ڪجهہ وڏو ۽ اٺ ڪندي ڳچ (Drum) جي مٿان گولائين طرز جو ٺهيل آهي. شايد اندر عمارت کي ڪنڊ جوڙون (Squishes) ڏئي چوڪور عمارت جي ڇت کي اٺ ڪندو ڪيو ويو هوندو. گنبذ جي بيهڪ عاليشان آهي. گنبذ جي مٿان ابتو ڪوڏيءَ جو گل بہ ٺهيل آهي، پر ان جا اوسا پاسا ٽٽي پيا آهن.

تڪيو ڇاڪاڻ تہ رهائشي مقصد لاءِ استعمال ٿي رهيو آهي ان لاءِ اهو چئي نٿو سگهجي تہ هن ۾ موجود ٻيون ثقافتي وٿون کهڙيون هيون، ڪنهن ٺهرايون، ڪڏهن ٺهرايو؟

**تَڪيو ڪلامُ:** اهو لفظ، جيڪو ڪوبہ ماڻهو ڳالهائڻ ۾ وري وري ڪم آڻي (جهڙوڪ: ”سمجهئي نہ“، ”چئبو تہ“، ”سائينءَ کي چوان“، ”ٻيو مڙوئي خير“ وغيره) تہ ان کي اُن شخص جو ”تڪيو ڪلام“ چئبو آهي. جڏهن گفتگوءَ ۾ لفظن جو ذخيرو گهٽي ويندو آهي، يا مقصد جي ادائگيءَ لاءِ موزون لفظ نہ ملي سگهندا آهن، تہ ان وقت گفتگوءَ کي سلسلو ڏيڻ لاءِ ڪو لفظ از خود زبان تي چڙهي ايندو آهي، جيڪو غير ارادي طرح وري وري ادا پيو ٿيندو آهي. ڳالهائيندڙ کي اُن جو احساس بہ نہ ٿيندو آهي. مثال طور: هڪڙي ماڻهوءَ جو پيءُ گذاري ويو. هاڻي پر واري گهر ۾ چاڻ ڪرڻ ويو تہ، روئي بہ پيو ۽ ٻڌائي بہ پيو تہ ”ادا! بابو صبح جو گذاري ويو آهي، ٻيو مڙيوئي خير!“ حالانڪ ان ۾ خير جي ڳالهہ ئي ڪانہ هئي، پر سندس تڪيو ڪلام هو ”ٻيو مڙيوئي خير“. جنهن کي اچارڻ لاءِ هو مجبور هو ڪيترن ماڻهن جا مختلف لفظ يا فقرا تڪيا ڪلام ٿيندا آهن.

**تَڪِيو محمد پناهہ:** تعلقي اوٻاوڙي، ضلعي گهوٽڪيءَ جي هڪ ديهہ ۾ هن نالي سان هڪ ڳوٺ آباد آهي.

**تِڪو تنهنجو نشانو** (ڪتاب): هي ڪتاب روشن سندر چانڊيي جي شاعريءَ جو مجموعو آهي، جنهن ۾ حمد، نعت، غزل، وايون، قطعا، ٽيڙو نثري نظم ۽ آزاد نظم شامل آهن. هن ڪتاب جو انتساب سپريم ڪورٽ جي اڳ ۾ هٽايل (۽ موجوده) چيف جسٽس افتخار محمد چوڌري ۽ ٻين ان ججن جي نالي ٿيل آهي جن پي. سي. او تحت قسم نہ کنيو ۽ عدليہ جي بحاليءَ لاءِ تحريڪ هلائيندا رهيا. هن ڪتاب جو مهاڳ عبدالقادر جوڻيجي جو لکيل آهي، جڏهن تہ ڪتاب ۾ جام ساقي، ستار سرڪي، عنايت بلوچ، زوار نقوي، سليم چنا، گل ڪنڌر، ثاقب پنهور، ڪامران پٺي ۽ خادم حسين کوسي جا تاثر شامل آهن. ڊيمي سائيز رنگين ٽائيٽل ۽ جلد پڪي واري هن ڪتاب ۾ 160 صفحا آهن ۽ قيمت 130 رپيا آهي. هي ڪتاب ڄرا ادبي اڪيڊمي حيدرآباد پاران مارچ 2009ع ۾ شايع ٿيو.




**تڳوسر:** تعلقي ننگرپارڪر جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

دوڀهار، تڳوسر، روهج، متارونهڙي، منڙيو هاليپوٽہ، عثمان جي ڍاڻي، رحيم جي ڍاڻي ۽ رينو جي ڍاڻي.

ساڳئي نالي سان ضلعي سانگهڙ جي تعلقي کپري ۾ هڪ ديهہ موجود آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ولي محمد ڦوهڙ، پيارو خان شر، تڳوسر، عبدالله پنهور، منو خان خاصخيلي، جمع ڪنيار، حاجي سليمان خاصخيلي، لقمان نُهڙي، جانُو پنهور، محمد حسن لاکو، جعفر خان مري، گهنور علي شاهہ ۽ حاجي مراد علي مري.

**تڳوسر جي ترائي:** عمرڪوٽ ۾ تڳوسر جي ترائي مشهور ترائي آهي، جنهن ۾ لڳ ڀڳ اٺ مهينا پاڻي ٽڪي ٿو. هي ترائي ننڍين ۽ پراڻي ڇور جي وچ ۾ ڇتورو کوکراپار ريلوي لائين جي اتر طرف آهي. هن ترائيءَ جي آسپاس تڳوسر جا پراڻا ڪنڊر آهن. جيڪي ڊڙن تي مشتمل آهن ۽ وسڪاري ۾ سڪن ۽ عاج کان سواءِ ٻيون ڪافي شيون لڀن ٿيون. هن ترائي جي پرسان وقت جي مشهور درويش عيب فقير سميجي جي درگاهہ آهي، جيڪا پڻ هڪ وڏي زيارت گاهہ بڻيل آهي. عيب فقير ولد هنگورو هڪ سيلاني درويش هو روايت موجب هڪ دفعي سير ڪندي گهمندي ڦرندي تعلقي عمرڪوٽ جي هڪ مشهور ٺڪرن جي ڳوٺ سٺوهي وٽ اچي نڪتو ۽ اتي رات رهڻ جو ارادو ڪيائين. شام جو جڏهن هو ڪرو کڻي کوهہ تي پاڻي وٺڻ ويو، جتي اڳيئي هڪ حسين جميل ڇوڪري پاڻي ڀرڻ آئي اتي بيٺل هڪ مرد ماڻهوءَ ڀرين فقير صاحب کي ڪرو پاڻيءَ جو ڀري ڏنو ڇوڪري انهي حرڪت سبب ڪاوڙجي پئي ۽ فقير صاحب کي برو ڀلو چيائين، فقير صاحب ماڻ ميٺ ۾ پنهنجن ساٿين کي سموري ماجرا ٻڌائي ۽ حڪم ڪيو تہ مذڪوره ڇوڪريءَ جو منهنجي لاءِ سڱ گهرو. ساٿين ٺڪرن کان جڏهن هن ڇوڪريءَ جو سڱ گهريو تہ ٺڪر تپي باهہ ٿي ويا ۽ فقيرءَ ساٿين کي حڪم ڪيو تہ صبح جو سج اڀرڻ کان ڀرين هيءَ

جوءِ ڇڏي وڃو نہ تہ قتل ڪري ڇڏينداسين. پر فقير ۽ سندس ساٿي تہ آرام سان ويٺا رهيا. روايت آهي تہ فقير جا ڪرامتي ڪرشما ڏسي اڳتي هلي ٺڪرن پڇتايو ۽ نيٺ فقير صاحب ڪي سگ ڏنائون.

**تڳڻي فقير جي مزار:** شهداد پور جو شهر، مير شهداد خان ٽالپر اول، ميان يار محمد ڪلهوڙي جي دؤر ۾ ٻڌايو هو. ان زماني ۾ خدا آباد ڪلهوڙن جي گاديءَ جو هنڌ هو. مير شهداد خان ٽالپر ۽ سندس پويان ان شهر ۾ رهندا هئا. انهن ميرن مان گهڻا شاهپور چاڪر جي مقام ۾ دفن ٿيل آهن. جنهن کي "شهداد خان جا قبا" چوندا آهن. مير شهداد خان جي مزار کان اٽڪل پنجن سٽن قدمن جي مفاصلي تي سندس والد مير نصير محمد خان چام نندي جي مزار آهي. ان مزار جي سامهون اترئين طرف هڪ وڏي عاليشان مسجد تعمير ٿيل آهي. هيءَ مسجد شريف مير چام نندي جي يادگيريءَ ۾ جوڙايل آهي. مير محمد نصير نندي جي مسجد جي اوير ۾ ٻہ سو ڪن قدم


تڳڻي فقير جي مزار

پري هڪ پڪين سرن جو ٺهيل چبوترو آهي. ڪلهوڙن جي زماني جهڙن جاين ۾ ڪتب آندل سرن جهڙيون تمام ننڍڙيون ۽ سنهڙيون سرون استعمال ڪيون ويون آهن. مٿان گچ جو گارو ٿيل آهي. هن چبوتري کي اپرندي پاسي کان صرف هڪ دروازو آهي. ان چبوتري اندر تڳڻي فقير جي ڍڳهي تربت آهي. فقير صاحب بلوچ قبيلي مگسين مان هو. پاڻ وڏو صوفي، درويش، حال ۽ قال جو صاحب ٿي گذريو آهي. سندس ڪيتريون ئي ڪرامتون چيون وڃن ٿيون. روايت آهي تہ اهو چبوترو مير صاحبن تعمير ڪرايو هو ۽ مير صاحب سندس ڏاڍا معتقد هئا. ان ساڳئي چبوتري اندر فقير جي قبر جي پرسان هڪ ٻي بہ قبر آهي، جا سندس ڪنهن خاص مريد يا خليفي جي آهي.تڳيو فقير ڪلهوڙا دؤر جي مشهور شخصيت ٿي گذريو آهي.

**تڳيو چانگ:** تڳيي چانگ جو شمار حُر فقيرن جي "ٻارهن ٻارهوٽين" ۾ ٿيندو آهي. جن پهرين حُر تحريڪ ۾ انگريز سامراج خلاف جدوجهد ڪئي هئي. سندس پورو نالو تڳيو چانگ پٽ دوسو چانگ هو هو ڳوٺ سماٽري تعلقي سانگهڙ جو ويٺل هو سانگهڙ کان نوابشاهہ ويندڙ روڊ تي ڪجهہ پنڌ تي جهوڙي لئي وٽ 1898ع ۾ "ليوڪس" سان وڙهندي سِر ڏنو هئائين. ضلعي ڪائونسل سانگهڙ پاران 2008ع ۾ تڳيي چانگ ۽ ٻين شهيدن جي ياد ۾ "جهوڙي لئي" وٽ زبردست يادگار اڏايو ويو آهي. يادگار تي شهيدن جي ويڙهہ ۽ جدوجهد جو سنڌيءَ، انگريزيءَ ۽ اردوءَ ۾ تفصيل بہ لکيو ويو آهي ۽ يادگار کي نندي چوديواري بہ ڏني وئي آهي، جتي ٻہ چار هزار ماڻهو ويهي جلسو ڪري سگهن ٿا.

**تلُ:** پٽن جي وچ وارو ڪشادو ميدان، جنهن ۾ مينهن جو پاڻي آسپاس جي مٿانهين زمين يا پٽن تان لهي اچي ۽ ان پاڻيءَ تي زمين آباد ٿي سگهي.

**تَلُ:** اهو ميدان، جنهن تي ڇهرائو يا ساوڪ هوندي آهي، ان کي بہ تُل چوندا آهن.

**تَلُ:** گهوڙي جو هڪ سَنجُ، جانورن جي وارن يا نَوڌ مان ٺهيل گدو، جيڪو گهوڙي جي پُٺيءَ تي وجهي مٿان هَنو رکبو آهي.

**تَلُ:** ضلعي ميرپورخاص جي تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ 'فضل چوهاڻُ' نالي هڪ ڳوٺ آباد آهي.

**تِلِ:** اصل لفظ 'تر' آهي، درگاهن تي ميلو يا عرس لڳندو آهي، ان کي "تل" چئبو آهي. جهڙوڪ: شاهہ حيدر سنائيءَ جو تل، شاهہ صدر لڪيءَ واري جو تل. ان موقعي تي عقيدتمند مختلف قسم جوان، جوئر، ٻاجهري يا ڪٽڪ وغيره آڻيندا آهن ۽ قربانيءَ لاءِ ٻهرو/ ٻڪريون وغيره آڻيندا آهن. انهيءَ گڏيل اناج ۽ گوشت جي رڌل پت کي عام طرح "تل" يا "تل قُل" چوندا آهن.

**تل آباد جبل:** ضلعي دادوءَ جي تعلقي سيوهڻ شريف ۾ هڪ ديهہ جو نالو، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ 'حسين بخش مري' آباد آهي.

**تلاش** (ڪتاب): نامور ڪهاڻيڪار نجم عباسيءَ جو ناول "تلاش" جو پهريون ڇاپو ڊسمبر 1987ع ۾ نيوفيلڊس پبليڪيشن پڌرو ڪيو هو ۽ هي ٻيو ڇاپو، سنڌي ساهت گهر سيپٽمبر 1996ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. ڊيمي سائيز جي 152 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 60 رپيا آهي.

'تلاش' نجم عباسيءَ جو اصلوڪو ناول آهي. هن ناول ۾ اسان جي سماج ۾ جيڪي برايون موجود آهن، تن جي تصوير آهي. ناول جي مرڪزي ڪردار گلزار جي هيءَ ڪهاڻي رڳو سندس ڪهاڻي ناهي، پر جاگيردارانہ سماج جا سمورا اولڙا ان ۾ موجود آهن.

**تلاوَت:** قرآن شريف جو پڙهڻ يا دَور ڪرڻ. عقيدو آهي تہ مسلمانن لاءِ پاڪ صاف ٿي روزانو تلاوت ڪرڻ وڏي ثواب وارو عمل آهي، جنهن سان قلبي سڪون ۽ اصلاح حاصل ٿيندي آهي.

**تلاءُ:** پاڻيءَ سان ڀريل ويڪري ۽ تانگهي ڪَڏَ. زمين جي هيٺاهينءَ وارو پاسو، جتي پاڻي گڏ ٿي بيهي. جتي مينهن جو پاڻي گڏ ٿي وڃي تہ ان کي "قدرتي تلاءَ" چئبو آهي. ٿر، ريگستان ۽ جابلو ايراضيءَ ۾ اهڙا ڪيترائي



قدرتي تلاءَ موجود آهن، جن جو پاڻي ماڻهن ۽ مال جي پيئڻ لاءِ ڪم ايندو آهي، اهو پاڻي گهڻ ۾ گهٽ پنجن سٽن ڏينهن لاءِ موجود رهندو آهي. سنڌ ۾ ڪيترائي تلاءَ موجود آهن.

**تُلسي** Sacred baslil(*Ocimumsanctum*) : هڪ قسم جو خوشبودار ٻوٽو. جيڪو نازبوءِ وانگر فرحت ڏيندڙ آهي. ان جا تازا پن چمڪندڙ ۽ سُڪڻ بعد ڀُورا ۽ ساوا ٿي ويندا آهن. تلسيءَ جا گل اڇا ٿيندا آهن. تلسيءَ جا ڪيترائي قسم ٿين ٿا. هيءَ ٻوٽو زمين مان هڪ قسم جو تيل حاصل ڪندو آهي، جيڪو اُن لاءِ خوراڪ جو ڪم ڏيندو آهي. هيءَ ٻوٽو عام طرح خشڪ ۽ ڪليل هنڌن تي اُپرندو آهي. تلسيءَ جي پنن مان مختلف قسم جا تيل ۽ خوشبوئون پڻ ٺهنديون آهن. هندو هن ٻوٽي کي پوتر ٻوٽو تصور ڪندا آهن. ۽ پنهنجن گهرن ۽ مندرن ۾ لڳائيندا آهن. سندن عقيدو آهي تہ هي ٻوٽو تلسي "ديويءَ" جي وارن مان پيدا ٿيل آهي. ميرپورخاص ضلعي ۾ هن ٻوٽي کي ٻنيءَ جي ٻنن تي پوکيندا آهن. انهيءَ ڪري جو هن ٻوٽي جو تيل فرانس ۽ بيلجيم ڏانهن موڪليو ويندو آهي. گهر ۾ جي تلسيءَ جو ٻوٽو بيٺل هوندو تہ سڄو گهر مڇرن کان محفوظ رهندو آهي. تُلسيءَ جو ٻج پسارڪي وکر طور بہ ڪم ايندو آهي.



**تلسياڻي**: هندن جا ٻہ وڏا ڪيڙ آهن. هڪڙا "ماڪيجا" نک مان اروڙ ونسي، جن ۾ ستاويها، ايڪيها، پندرهيا، يارهيا، ڪنگڻ، بدائي ۽ ڦيراڻي شامل آهن. هي ايسراڻين، ماڪيجن، مورجاڻين ۽ مير چنداڻي عاملن جا نکڙيا سڏ ٿين. ٻيا تلسياڻي "مجر" نک مان آهن، جن مان ڪي عامل تہ ڪي پائيبند آهن. هي واسواڻين جا نکڙيا سڏ ٿين.

**تلسيداس**: وچئين دؤر جي هندستان ۾ جيڪي ٻہ وڏيون شخصيتون ۽ شاعر پيدا ٿيا آهن، تن ۾ ڀڳت ڪبير ۽ تلسيداس اهم آهن. هي ٻئي ڀڳتي تحريڪ جي پيداوار هئا. جنهن تحريڪ جو باني رامانند هو. ڪبير ۽ تلسيداس جي فڪر ۾ بنيادي فرق هيءَ آهي تہ ڪبير، رام جي نالي ۾، هڪ خدا جي عبادت جو سبق ڏئي ٿو، جڏهن تہ تلسيداس رام پٽ دسرت کي خدا جو اڪيلو اوتار سمجهي پوڄا ڪري ٿو. بهرحال تلسيداس سنسڪرت ۽ هندي ٻوليءَ جو هڪ تمام وڏو شاعر ٿي گذريو آهي. سندس شاعريءَ ۾ سوز ۽ گداز آهي، جنهن کان ڪو بہ انسان متاثر ٿيڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهي. تلسيداس، اڪبر بادشاهہ جي خاص سالار مرزا عبدالرحيم خان خانان جي تمام ويجهو هو. جيڪو پاڻ بہ هندي زبان جو اعليٰ شاعر هو. شاهہ لطيف جي دؤر تائين تلسيداس جي شاعريءَ کي سنڌ ۾ چڱي خاصي مقبوليت حاصل هئي. ۽ خود شاهہ ۽ ٻيا ڪانئس متاثر هئا. تلسيداس سال 1532ع ۾ ڄائو ۽ 1628ع ۾ وفات ڪيائين. تلسيداس جو وڏي ۾ وڏو ڪارنامو، هندن جي ڌرمي ڪتاب رامائڻ کي ٻيهر نظم جو ويس ڍڪائڻ آهي. جيتوڻيڪ ڪانئس گهڻو اڳ والميڪيءَ رامائڻ کي اٽڪل 330- 500 ق. م. ڌاري نظم جو روپ ڏنو هو. تلسيداس پنهنجي مخصوص فڪر کي رامائڻ جي ذريعي پيش ڪيو. 'تلسي رامائڻ' هڪ ڪلاسڪ جو درجو رکي ٿي.



**تلسي ناياڻي**: تلسي ناياڻيءَ جي سڃاڻپ گائڪ، اداڪار ۽ هدايت ڪار طور آهي. هن جو جنم 15 آگسٽ 1938ع تي، ضلعي نوشهري فيروز جي موري شهر ۾ ٿيو هن وقت جئپور، (ڀارت) ۾ رهندڙ آهي. سندس تعليم بي. اي آهي. هن 40 کان مٿي اسٽيج ۽ ريڊيو ناٽڪن، جهڙوڪ: 'اڌ مساواڙي'، 'هڪ ڏينهن جي موڪل'، 'شڪ جو شڪار'، 'سفر جا ساٿي' ۽ 'جوءِ ڪپي' (اسٽيج ناٽڪ)، 'ڊائري کان ٻاهر'، 'مريادا'، 'ليلا چنيسر'، 'ڪنهن سان سليان سُور' ۽ 'اسٽيل جي ٿالهي' (ريڊيو ناٽڪ) وغيره ۾ اداڪاري ۽ هدايتڪاري ڪئي آهي. گائڪ جي حيثيت ۾ جدا جدا شهرن ۾ پيش ڪيل سنگيت پروگرامن ۾ حصو ورتو آهي. آل انڊيا ريڊيو ۽ ٽي ويءَ تي اداڪار توڙي گائڪ طور مظاهرو ڪندو رهندو آهي. سنڌو ويلفيئر سوسائٽي، جئپور جو سيڪريٽري ٿي رهيو آهي ۽ هن وقت ايمر- سي. سنڌي پئنچايت هاير سيڪنڊري اسڪول، جئپور، جي ڪاروباري ڪاميٽيءَ جو ميمبر آهي.

**تلسين جي سرهاڻ** (ڪتاب): جديد سنڌي شاعريءَ جي اڀياس تي مشتمل تاج جويي جو هي ڪتاب، ڊيمي سائيز جي 188 صفحن تي مشتمل آهي. سنڌي ساهت گهر حيدرآباد پاران مارچ 1996ع ۾ ڇپيل هن ڪتاب جي قيمت 70 رپيا آهي. هن ڪتاب جو مهاڳ مشهور ڪهاڻيڪار، ليکڪا ۽ شاعره شبنم گل جو لکيل آهي، جنهن ۾ هن تاج جويي جي تنقيدي ادبي شعور جو تفصيلي جائزو ورتو آهي. هن ڪتاب ۾ تاج جويي، ڪشنچند بيوس جي ٻاراڻي شاعري، نارائڻ شيام جي ڪتاب "بوند لهرون سمنڊ" جي اڀياس، نارائڻ شيام جي هائيڪن جي اڀياس، راشد مورائيءَ جي شاعري ۽ شخصيت، ادل سومري جي ڪتاب "سمنڊ جاڳي ٿو" جو اڀياس، اياز گل ۽ عبدالحڪيم ارشد جي شاعريءَ کان سواءِ حليم باغي، سرڪش سنڌي، ابراهيم منشي، وسيم سومري، فياض چنڊ ڪليري، ناز سنائي، معشوق ڌاريجي ۽ مشتاق ميمڻ جي شاعريءَ تي پنهنجا ويچار ونڊيا آهن.




**تَلقِين**: مرشد جي مريد کي سمجهاڻي ۽ هدايت کي 'تلقين' چئبو آهي. تلقين جو طريقو هر مرشد وٽ جدا جدا آهي. ڪي مريد جي دل سان دل ملائي دعا پڙهندا آهن. تہ ڪي وري مرشد جو هٿ چمندا آهن. جنهن کي "دست بوسي" چون.

جنازي کي قبر ۾ داخل ڪرڻ وقت، دعا طور ڪلمي ۽ آيتن پڙهڻ کي بہ تلقين چوندا آهن. هونئن تلقين لفظ هدايت جي معنيٰ ۾ بہ ڪم ايندو آهي.

**تِلڪ**: اکين جي ڀِرن جي وچ ۾، مٿي نراڙ تي ڪيڊيل سينڌر يا چندن جي نشان کي تلڪ چئبو آهي. هي نشان هندن ۾ شاديءَ، تاجپوشيءَ يا ڪنهن ٻيءَ ڌرمي رسم بجا آڻڻ يا سينگار خاطر ڏنو ويندو آهي. عام طور هي تلڪ سونهن ۾ واڌارو ڪري ٿو.

**تلڪ، بال گنگادر:** بال گنگادر تلڪ، هندستاني قومپرست اڳواڻ، 23 جولائي تي 1856ع ۾ رتنا گري مهاراشٽرا ۾ ڄائو. سندس پيءُ جو نالو ڪيشو گنگادر هو. پاڻ مرائي ٻولي ڳالهائيندڙ خاندان مان هو. ڪيشو



گنگادر سنسڪرت جو وڏو عالم ۽ اسڪول ٽيچر هو. بال گنگادر جڏهن 16 سالن جو ٿيو ته سندس پيءُ ديهانت ڪري ويو. سال 1877ع ۾ هن دڪن ڪاليج پوني مان گريجوئيشن ڪئي. سندس اعتقاد هو ته ڌرم ۽ عوامي مسئلا ڌار شيون نه آهن ۽ رڳو ذات لاءِ ڪجھ ڪرڻ اهڙي وڏي ڳالھ ڪانه آهي. وڏي ڳالھ آهي ته ماڻهو قوم ۽ ملڪ لاءِ ڪجھ ڪري وڃي. گريجوئيشن ڪرڻ کان پوءِ هن پونا جي هڪ پرائيويٽ اسڪول ۾ ميٿميٽڪس پڙهائڻ شروع ڪئي. پر اتي جي ڪن استادن سان ذهني هم آهنگي نه هجڻ ڪري پڙهائڻ ڇڏي ڏنائين ۽ صحافت جي ميدان ۾ لٿو. هي مغربي تعليم تي تنقيد ڪندڙن مان هو. سندس خيال هو ته هندستان جي تعليمي سرشتي ۾ هتان جي ثقافتي قدرن کي نظر انداز ڪيو ويو آهي. هن "دڪن ايجوڪيشن سوسائٽي "نالي سان گوپال گڻيش، اگرڪار، مهاديو بلال نامجوش ۽ وشنو ڪرشنا چپلنڪر سان گڏجي هڪ تعليمي اداري جو بنياد رکيو ته جيئن هندستاني نوجوانن جي تعليم سڌاري ۽ وڌائي سگهجي. انهيءَ سوسائٽي معرفت هن هندستان جي نوجوانن ۾ ثقافتي بنيادن تي قومي جاڳرتا پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. هن آزاديءَ جي تحريڪ کي به ثقافتي ۽ مذهبي بنيادن تي اڳتي وڌايو. هن فرگوسن ڪاليج ۾ ميٿميٽڪس پڙهائڻ شروع ڪئي، هن گوپال گڻيش ۽ وشنو شاستري سان گڏ ٻه اخبارون: ڪيسري (شينهن) مرائي زبان ۾ ۽ "دي ميرائي" انگريزي زبان ۾ 1881ع کان ڪڍڻ شروع ڪيون. ٻن سالن اندر "ڪيسري" عوام اندر مقبول ٿي، جو ان وقت ۾ هندستان ۾ هن جهڙي مقبول اخبار ٻي ڪا به نه هئي، انهيءَ ڪري جو اخبار جا اداريا انگريزن جي ڏاڍائين جي خلاف لکيا ويندا هئا. هن اخبار هندستان جي ماڻهن کي پنهنجن حقن گهرڻ جو رستو ڏيکاريو. هن پنهنجي صحافي ساٿين کي اخبار بابت چيو ته "اوهان يونيورسٽيءَ جي شاگردن لاءِ نه، پر سادن ڳوٺاڻن لاءِ لکو ٿا، ان ڪري اهڙو لکو جهڙو ڏينهن." تلڪ 1890ع ۾ انڊين نيشنل ڪانگريس ۾ شامل ٿيو 97-1896ع ۾ ممبئي ۽ پونا ۾ پليگ پکڙي ته هن ان لاءِ تمام گهٽو ڪم ڪيو 12 مارچ 1897ع ۾ هن جي ڊيوٽي پليگ روڪ ڪميٽيءَ ۾ لڳي جنهن ۾ انگريز سرڪار جا 893 آفيسر شامل هئا. هي انهيءَ ڪميٽيءَ جو چيئرمين هو 1905ع ۾ جڏهن بنگال انگريزن خلاف آزاديءَ جي تحريڪ "سوديشي" شروع ڪئي ته هن ان ۾ ڀرپور حصو ورتو 30 اپريل 1908ع تي بنگال جي ٻن نوجوانن پرافولا چاڪي (Prafula Chaki) ۽ کوري رام بوس، گاڏي تي ڊسٽرڪٽ جج ڊو گلاس ڪين فور (Du Glass kinfor) کي مارڻ لاءِ بم اڇلايو هو ته بچي ويو پر هڪ عورت ان ڌماڪي ۾ مري وئي، ٻئي نوجوان پڪڙجي پيا ۽ کين ڦاسيءَ جي سزا آئي ته تلڪ انهن انقلابين لاءِ وڏا وڏا ڪالم لکيا. هن مطالبو ڪيو ته هندستانين کي حڪمرانيءَ جا حق واپس ڏنا وڃن، جنهنڪري ڪيس گرفتار ڪيو ويو هن محمد علي جناح کي گذارش ڪئي ته هو سندس ڪيس وڙهي. پر انگريز جج ان کان اڳ ڪيس سزا ڏئي ڇڏي. پاڻ 1908ع کان 1914ع تائين برما جي منڊيلي جيل ۾ بند رهيو. قيد دوران هن کي لکڻ ۽ پڙهڻ لاءِ ڪافي وقت مليو ۽ هن ان دوران مستقبل جي منصوبہ بندي ڪري ورتي. جڏهن 1914ع ۾ قيد ڪاٽي واپس آيو ته وري 1916ع ۾ ٻيهر انڊين نيشنل ڪانگريس ۾ شموليت اختيار ڪيائين. ان کان سواءِ جوزف بپٽيسا، ايني بسنت ۽ محمد علي جناح سان گڏ آل انڊيا هوم رول ۾ 1916ع کان 1918ع تائين ڪم ڪيائين. انهيءَ دوران آل انڊيا نيشنل ڪانگريس کي به متحد ڪرڻ لاءِ وڏيون ڪوششون ورتائين. هن ڳوٺ ڳوٺ ۾ وڃي ماڻهن ۾ پنهنجي قومي حقن جي حاصلات لاءِ جاڳرتا پيدا ڪئي. هن ڪيترائي مضمون ۽ ڪتاب لکيا. 1903ع ۾ هن انگريزيءَ ۾ 'The Arctic Home in the Vadas' لکيو. هن جو ويدن تي وڏو مطالعو هو. ان وقت ويدن جي لکجڻ جو وقت ٻولي جي انداز مان لڳائي سگهندا هئا. هن اندازو لڳايو ته ويد 4500 ق.م ۾ لکيا ويا هئا. هن ڀڳوت گيتا تي به ڪافي ڪم ڪيو ان کان سواءِ به هن هيٺيان ڪتاب لکيا.

1. Vedic Chronology and Vedanga Dyotisha.
2. Letters of Lokamnya Tilik Edited by M.D Vidawans.
3. Selected Documents of Lokamanya Bal Gangadhan Talik, 1880-1920. Edited by Ravin Dra Kuwar.
4. Jedha Shakawali (Editor).
5. The Hindu Philosophy of Life, Ethics and Relition (1887).

تلڪ بال گنگادر پهرين آگسٽ 1920ع ۾ ان ڏينهن ديهانت ڪئي، جنهن ڏينهن مهاتما گانڌي "عدم تعاون" جي تحريڪ شروع ڪئي.

**تلڪ چاڙهي:** حيدرآباد سنڌ ۾ "تلڪ چاڙهي" وارو علائقو بال گنگا ڌر "تلڪ" جي نالي سان منسوب آهي.

**تلڪ شيام** (راڳڻي): مشر ميل راڳڻي آهي، جيڪا تلڪ ڪامود ۽ شام ڪلياڻ جي ميلاپ سان ٺهي آهي. هن سمپورن راڳڻيءَ ۾ ٻئي سُر مڌم ڪومل ۽ باقي سر شد لڳن ٿا. هن راڳڻيءَ جو سرگم: ني پا ني سا- ري گا سا ري- ما پا ما گا- ري ما گا سا- ساري ما پا- ني ڌا پاني- سا پا ڌا ما- پا ري گا ما آهي. هن جي آروهي: پا ني سا ري گا ما سا ري ما پا ڌا ني پاني سا ري ما گا سا ۽ امروهي: سا پا ڌا ما پا ما گا ري گا سا آهي. جڏهن ته وادي سُر: رکب ۽ سموادي سُر: ڌيوت اٿس. هن جي ڳائڻ جو وقت شام آهي.

**تل ڪندو / تڙ ڪندو:** تل ڪندي جو ٻوٽو شڪل ۾ ٻوھ جهڙو ٿيندو آهي، پر هن ۾ هڪ اهڙو گل نڪرندو آهي، جنهن ۾ تمام ڏکيا ڪنڊا هوندا آهن. ان اندر هن جو ٻج هوندو آهي، تر ۾ هي تمام گهٽ ٿيندو آهي. هي خاص ڪري برسات واري موسم ۾ اپرندو آهي. هن جا پن سنها ٿيندا آهن. عام خيال آهي ته انهن سان ٻارن کي وهنجارڻ سان ڪنهن به قسم جي بيماري وغيره نه ٿيندي آهي.

**تَلميح:** شعر ۾ ڪنهن آيت، حديث، حڪايت، ڳالھ، قصي يا مشهور واقعي طرف اشارو ڏنل هوندو آهي، ته ان کي "تلميح" چوندا آهن.

**تلنگ:** هيءَ ڪماج ٺاٺ جي اوڊو ڪاڊو راڳڻي يعني پنجن سُرن جي راڳڻي آهي، جيئن ته هن جو گنڌار وادي ۽ نکاد سموادي آهي. ان لاءِ شڪل ۾ ڪماج وانگر لڳندي آهي. جيئن ته نکاد ۽ پنچم جي سنگت آهي ۽ هن ۾ ڌيوت لڳندو ئي نه آهي. ان لاءِ ڪماج کان الڳ ظاهر ٿي بيهي ٿي. رکب ۽ ڌيوت نه هجڻ ڪري جنجونتي کان الڳ صورت ۾ بيهي ٿي. درگا ۾ نکاد ۽

پنجم ورج آهن. ان ڪري بہ تلنگ الڳ صورت اختيار ڪري ٿي. هن جي خاص تان: سا- ڳي- ما پا- نا پا- ما ڳي- نا پا- ڳي ما ڳي- سا آهي. آروهي: سا ڳي ما پا ني سَا ۽ امروهي: سا نا پا ما ڳي سا آهي. هن جو وادي سر: گنڌار ۽ سموادي سُر: نکاد آهي. جڏهن تہ ڳائڻ جو وقت رات جو ٻيو پهر مقرر آهي.

**تلو**: ضلعي ٿرپارڪر جي تعلقي ڏيپلي ۾ هڪ ديھ جو نالو جنهن ۾ هيٺيان 12 ڳوٺ شامل آهن:

ڪبوريو جيسا، ڪبوريو ڏانڌل، ڇهو راهمان، مانجهيو سنگ، تلو جام، تلو علاوالدين، تلو عمر، تلو آچار، تلو سومار، ڏيري، ڊرمون.

**تلوار/ ترار**: هيءَ هڪ قسم جو مشهور جنگي هٿيار آهي، جيڪو تاريخ جي ڏور سان گڏ هلندو آيو آهي ۽ اڄ ڏينهن تائين، باوجود بارودي هٿيارن جي ايجاد جي، تلوار کي نظرانداز نٿو ڪري سگهجي. دنيا جي سيني لڙاين ۾ تلوار جو ڪردار اهم رهيو آهي. دنيا جي سيني ملڪن ۾، ڌار ڌار وقتن تي، مختلف قسمن جون تلوارون استعمال ٿينديون رهيون آهن. يورپ وارن جون تلوارون سڌيون ۽ ٻہ ڌاريون هونديون آهن: سنڌ جي تلوار هڪ ڌاري ۽ ڏنگي ٿيندي آهي. عام طرح تلوار جي ڇُهنب تيز ۽ تکي هوندي آهي، پر جاپاني ۽ هندي تلوار (ڪرڳ) جو منهن ويڪرو هوندو آهي. آڳاٽي وقت ۾



بادشاهہ يا حاڪم سان وفاداريءَ جو قسم تلوار پيش ڪري کنيو ويندو هو. تلوار يا ترار کي فارسيءَ ۾ 'شمشير' ۽ عربيءَ ۾ 'سيف' جي نالن سان بہ سڏيو ويندو آهي. آڳاٽي وقت جي لڙاين ۾ تلوار جو وڏو ڪردار رهيو آهي.

ڪيترين ئي لڙاين تلوار بازيءَ جي فن ۾ مهارت سبب کٽيون ويون آهن. سنڌ ۾ صدين کان وٺي تلوار استعمال ٿيندي رهي، ان ڪري سنڌ ۾ تلوارن جا جُدا جُدا قسم ۽ جُدا جُدا نالا آهن. جهڙوڪ: کنو ڪرڳ، سيف، تيغ، تبر، سانگ، ڪرماڻي، اصفهاني، ڪمي، سروهي/سرواهي، آواري، چگاڙي، روپهري ۽ سونهري وغيره. آڳاٽي زماني ۾ تلوار جا گهڻائي قسم، مڪاني طور اسلحہ خانن ۾ ٺاهيا ويندا هئا، جيئن:

**کنو**: تلوار جو هي قسم، عام تلوار کان ٿورو وڏو ۽ موڪرو ٿيندو آهي. نهيءَ تلوار کي سنڌ جا ڪاريگر ئي ٺاهيندا هئا.

**سانگ**: هيءَ تلوار سڌي ٿيندي آهي ۽ ان جا ٻئي پاسا وهندا آهن. يعني ٻہ ڌاري تلوار آهي. هيءَ تلوار هڪ وڏي لوهي لٺ ۾ جڙي ويندي هُئي ۽ ان سان گهوڙي سوار تلوار باز آسانيءَ سان مخالفن کي زير ڪري سگهندو هو. آڳاٽي زماني ۾ اهڙيون تلوارون هڪ کان وڌيڪ تعداد ۾، هڪ لٺ ۾ جڙيون هيون. سنڌ جي عظيم سپوت دودي سومري پڻ، علاؤالدين خلجيءَ جي فوجن سان وڙهندي، سانگ استعمال ڪئي هئي. لطيف سائينءَ پڻ چيلهہ ۾ چٽن ترارن ھڏڻ جو ذڪر. سُر ڪيڏاري ۾ ڪيو آهي، اهو سنڌ جو رواج هو:

(i) چار ترارون چيلهہ ۾، پڙ ۾ پاڳڙياس،

(ii) جت سانگين جي سٽ وهي، اُت وک وڌندي پاءِ

**سروهي يا سرواهي**: هيءَ تلوار، سنڌ جي سرحد سان لاڳو راجستان جي شهر "سروهہ" ۾ ٺهندي هُئي ۽ سيني تلوارن ۾ اعليٰ قسم جي تلوار ليکي ويندي هُئي. سون ۽ روپي جي جڙوات واريون تلوارون بہ مڪاني طور ٺهنديون هيون، جيڪي خاص طرح سردار ۽ بادشاهہ ٺهرائيندا هئا. اهڙين تلوارن تي سون ۽ چانديءَ جي اکرن سان نالا يا شعر اُڪريل هوندا هئا.

سنڌ ۾ تلوارن جي مٿين قسمن کان سواءِ، جُدا جُدا ملڪن جون ٺهيل تلوارون پڻ لڙائين ۾ استعمال ٿينديون هيون ۽ اُهي پنهنجن پنهنجن ملڪن جي نالن سان مشهور هونديون هيون، جيئن "حلب" جون ٺهيل "حلبي تلوارون".

**ڪرڳ**: هندي تلوار کي چيو ويندو هو جيڪا کني کان وڏي ۽ ويڪري بہ ڌاري تلوار هئي. "ڪرڳ" جو ذڪر شاهہ لطيف پڻ ڪيو آهي:

بهادر گڏيا بهادرين، ڪرڳ کِلول ڪن

**ڪِرماڻي**: ڪرماڻي يعني ڪِرمان جي ٺهيل تلوار.

**اصفهاني**: اصفهاني يعني اصفهان (ايران) جي ٺهيل تلوار وغيره.

تلوار باز پهلوانن کي پڻ جُدا جُدا نالن ۽ لقبن سان سڏيو ويندو هو. جيئن: ڪونڌر، ڏريل، انگيرا، اٺيارا، ڪُويا، ڪُڙها، سارڌو سائو/ ساهو وغيره.

**انگيرا**: اُهي پهلوان جيڪي تلوار جا انگ يا تلوار بازيءَ جي ڪيڏ ڄاڻن.

**اٺيارا**: اُهي، جيڪي ڪُندن تان اُسري حملا ڪن.

**ڪُڙها**: ڪُڙها ۽ "سارڌو" يعني شينهن جهڙا جوان.

**سائو**: سائو اُهي بهادر، جيڪي وڏي صبر سان بيهي وڙهن ۽ موت قبول ڪن، پر نہ مڙن ۽ نہ موٽن: "سائو يا ساهُو"، جيڪي اڪيلي سر وڙهن ۽ سوڀ حاصل ڪن. لطيف سائينءَ پڻ "سائو" لفظ بهادر لاءِ ڪم آندو آهي:

سانگيون "سائڻ" هٿ ۾، ڪلهنئون نہ لاهين

جنگ جا جهونجهار، جن کي موت جو ڊپ ئي نہ هوندو هو، سي پنهنجن هٿيارن تي "ويڻ" لِکائي چڙهندا هئا. ٽالپرن جي دؤر ۾ جڏهن ڪابلي افغانن سان سنڌ جي سورهين جا مقابلا ٿيندا هُئا تہ پريان ڪُڏندي ۽ پلٽو ڪندي ڏسبا هئا تہ ڌمڪن ڌماڪن واري ٿور ۽ ترار جي ڪيڏ ۾ اڳئين کان اڳرا پاسندا هئا.

**پلٽو**: تلوار بازيءَ جو هڪ داءُ آهي، جنهن جي نوعيت هن ريت هوندي آهي: پلٽي بازي ڪندڙ پهلوان کي مُرين تائين سوڙهن پانچن سان شلوار پاتل هوندي هُئي. پلٽو ڪندر پهلوان، مقابل جي چوگرد ٽڪڙو ٽڪڙو ڦيري پائيندو ۽ چوڌاري ڦرندو تہ سندس شلوار هوا ۾ ڦوڪجي ويندي، تنهنڪري زمين کان ٿورو مٿي کڃي ويندو، يا پاڻ کي اُڇل ڏيئي، مٿي ڪري، مقابل جي ڳچيءَ تي تلوار جو وار ڪري، سِڀي لُٽي وٺندو. آڳاٽي زماني ۾ پلٽي باز جنگ جي ٿور جا تماشا ڪندا هُئا. قدم کي قدم سان ٻربندا هئا، ٽلندا ۽ ٽيلو ڪندا هُئا. اهڙي سمي دُهلن ڌمامن، شرناين ۽ ڦرناين جو هڪ خاص تال وڄندو هو جنهن تي 'چلتو' ۽ 'چالي' ڪندا هئا، يعني قدم قدم، ڌماڪي واري ٿور ۽ لوڏ، توڙي تال تي ترار جي پلٽي بازي ڪندا هُئا. وطن لاءِ وڙهڻ جوان مردن جو ناز هو بلڪ مانجهي مڙسن جو ڏاج هو جڻ تہ بانڪن بهادرن جي پوک هُئي ۽ پهلوان پنهنجي اهڙيءَ ڪيتيءَ جي راهہ بہ "رڪ" (ترارين) سان ورهائيندا هُئا. لطيف سائينءَ بہ چيو آهي:

هٿڻ، هڪلڻ، هيلي سارڻ، مانجهيان ايءَ مرڪ،

وجهن تان نہ فرق، "رڪ" وهندي راند ۾!

**تلو وٽيجو:** ضلعي سانگهڙ جي تعلقي کپري ۾ هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ٻه ڳوٺ شامل آهن: 'وسند شر' ۽ 'ڪريم داد جوٽيجو'.

**تلو ڏنڊ:** هيءَ ڍنڍ ضلعي دادوءَ جي تعلقي جوهيءَ ۾ بهاولپور ويجهو آهي. هن ڍنڍ کي تلو ٽنسڙا به سڏيو ويندو آهي. هن ڍنڍ ۾ چڱي تعداد ۾ مڇي ماري ويندي آهي. هيءَ ڍنڍ فشريز کاتي وارا نيلام ڪندا آهن.

**تلور** (Hoabara or Macqueen's Bustard/*Chlamydotis Undulata Macqueenil*): تلور پکيءَ جو قسم آهي. 70 سينٽي ميٽر ڊگهي، پٽريلي وارياسي رنگ جي هن ڊيل جهڙي وڏي پکيءَ جي نر ماد ۾ ٿورو فرق هوندو آهي. نر جا رنگ پٽريلي ماحول سان هم آهنگ هوندا آهن. هن جي پيٽ ۽ ڊگهي ڳچيءَ جو رنگ اڇو ٿئي ٿو. سرمائي ڪاري چوٽي ۽ ڳچيءَ تي مٿان کان هيٺ تائين اڇن ۽ ڪارن ڪنين جي جهالر ٿئي ٿي. هن جون ٽنگون ڊگهيون ڪاريون ۽ ميٽوڙي هيڊيون ٿين ٿيون. هن جي پيرن ۾ ٽي ٽي آڱريون هونديون آهن. هي سياري جو مهمان پکي آهي، جنهن کي عرب دنيا جا شڪاري ڏاڍي شوق ۽ خرچ سان ڪئمپون هڻي شڪار ڪرڻ ايندا آهن. هي پکي اڪثر اڪيلو يا ننڍڙن گروهن ۾ هوندو آهي ۽ نيم صحرائي علائقن، ڊورن ۽ ساحلي ڪنڌين تي ملندو آهي. سنڌ ۾ پارڪر واري علائقي ۾ سياري دوران هي پکي تمام گهٽي انداز ۾ ايندو آهي. هي ڊوڙ جو ڏاڍو تکو آهي. پاڪستان ۾ عربن جي شڪار سبب هن پکيءَ جو وجود ڏينهون ڏينهن بنهه گهٽجي رهيو آهي.



تلور

تلور پکيءَ جو شمار دنيا جي خاص پکين ۾ ٿئي ٿو ڏاکڻي اسپين جي تجوسيگيورا (Tajosegura) غارن مان تلور پکيءَ جا جيڪي نشان ملن ٿا، تن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته تلور پکي 4000 کان 6000 ق. م اڳ به ڌرتيءَ تي رهندو هو. اڄڪلهه هي پکي آفريڪا، آسٽريليا، يورپ ۽ ايشيا کنڊ ۾ ملي ٿو پر بنيادي طور تي هيءَ پکي اصل آفريڪا جو رهندڙ آهي.

تلور جا 22 قسم آهن، جن کي وري 47 ننڍن ڀاڱن ۾ ورهايو ويو آهي. اهو فرق، سائيز ۽ جاگرافيائي حالتن جي ڪري وجود ۾ آيو آهي. تلور جي عام قسمن ۾ هوبرا تلور، وڏو انڊين تلور، ڪوري تلور، ڊلهم تلور، بنگالي تلور ۽ آسٽريلين تلور وغيره شمار ڪيا وڃن ٿا.

هن پکيءَ جا ڪيترائي قسم ٿين ٿا. عربيءَ ۾ هن کي "هبارا"، انگريزي ۾ "بسٽرڊ"، هنديءَ ۾ جُلو تندري، سنڌيءَ ۾ "تلور" ڪوٺجي ٿو هيءَ پکي ڀارت جي گنگا واديءَ، روس، مشرقي ايران، مصر، افغانستان، بنگلاديش جي چٽگام واري علائقي ۽ پاڪستان جي صوبي بلوچستان جي چاغيءَ واري پاسي، خاران کان سواءِ مڪران ۾ ۽ سنڌ جي ٿر ۾، سرنهن جي ڦولار واري مند ۾ ملندو آهي. سنڌ جي ڪاچي واري علائقي ۾ پڻ گهڻو نظر ايندو آهي. مادي تلور جا پير زمين تي ائين لڳندا آهن. جڻ ان جون آڱريون وريل هجن. جيڪي ٿلهيون ۽ ننڍيون ٿينديون آهن. ان جي چنگهن جو رنگ ڪاراڻ مائل هوندو آهي، جنهن ۾ زرداڻ شامل هوندي آهي. هن جي پڇ ۾ ارڙهن تيلا ٿيندا آهن، جن جي مٿان اُڀا ڪارا ليڪا هوندا آهن. تلور جو رنگ چمڪندڙ سونهري ٿيندو آهي. نر جي مٿي تي ڪلنگي هوندي آهي ۽ مادي، نر جي ڀيٽ ۾ قد ڪاٺ ۾ هلڪي ٿيندي آهي. تلور جو گوشت ڳاڙهو ۽ کائڻ ۾ سوادي هوندو آهي. مادي سال ۾ ٻه ڀيرا هڪ کان ٻه آنا ڏيندي آهي، جن مٿان پنجويهن کان ٽيهه ڏينهن آرو ڪندي آهي. ٻچن ڦٽڻ کان پوءِ، ٻچن جي پالنا واري ذميداري پڻ نر تلور جي حصي ۾ ايندي آهي. ٻچا ڄمڻ پنجن هفتن ۾ اڏامڻ سکي وٺندا آهن. سندن اڏامڻ جي رفتار پنجويهه ڪلوميٽر في ڪلاڪ جي لڳ ڀڳ وڃي پهچندي آهي. تلور پکي خشڪيءَ تي رهندڙ سڀني پکين کان تيز ڊوڙ پائيندو آهي. پاڻيءَ کان ٻاهر هيءَ پکي ٽڏن بلڪ خشڪ چراگاهن ۾ رهڻ پسند ڪندو آهي. ڏينهن جو اڪثر گاهن، وڻن ۽ ٻوٽن جي جهڳٽن ۾ رهي، پاڻ کي محفوظ سمجهندو آهي. رات جو پنهنجي خوراڪ جي تلاش ۾ نڪرندو آهي. جدا جدا قسم جا گاهه، جيت ۽ ٻج وغيره ڪثرت سان کائيندو آهي. ان ڪانسواءِ چانيو، سرنهن، جوار ۽ لائيون گاهه، سينور گاهه، لاٽو، ڪرڙ جا ڳاڙها ڏيلها، ٻير، پٽ پيرون، اُڏوهي، چيٽن جا جيت، تڏيون، ٽنڊٽيون، ماڪوڙيون، مڪڙ، ڪرڙيون بلڪ هلڪي ڦلڪي نانگ کي به ڏاڍو ڊرامائي انداز سان هڙپ ڪندڙ پکي آهي. پنهنجي مرضيءَ موجب پاڻي پيئندو آهي ۽ گاهن تي ٻيل ماڪ جا ڦڙا چٽي وٺندو آهي. صبح ٿيڻ تي سلي ۽ نرم زمين پسند ڪري، ان تي ڪوٺڙو ڪندو آهي، جنهنڪري تلور جي جسم تي چنبڙيل ننڍڙا جراثيم ڪري پوندا آهن. خاص طور درياهه جي ٻيٽ، واري يا پٽر واري ميدان ۾ لهندو آهي. جتي ننڍيون ننڍيون ليون هونديون آهن.

تلور، ڦولار واريءَ تيليءَ کي وات ۾ وجهي روڙي کائيندو آهي. شام جو سج لهڻ مهل ڦولار تي ايندو آهي ۽ صبح جو سج ڪانو ڪن مٿي چڙهندو آهي ته اُڏامي وڃي لُڏن ۾ لهندو آهي. سڄو ڏينهن اُتي ويٺو هوندو آهي ۽ اُڏرڻ مهل ائين ٻولاٽيون کائيندو ويندو آهي، جو توبچي به مشڪل سان ماري سگهندو اٿس. هو صحتمند رهي ٿو. باز جڏهن تلور تي حملو ڪندو آهي ته ان وقت هيءَ باز جي منهن ۽ اکين تي پڪال يعني ٻٺڙي وِٺ زور سان اڇلائيندو آهي ۽ پوءِ ڪِري پنهنجو پاڻ کي بچائي وٺندو آهي. جيڪڏهن ڪو خاص جانور هن جي ويجهو ايندو آهي ته پنهنجي ڇهنب جا هٿي پاسا هڪٻئي مٿان زور سان ڪڙڪائيندو آهي، جنهن مان زوردار ۽ رعبدار آواز نڪرڻ شرط، حملو ڪندڙ جانور تلور کي کائڻ جو ارادو مٽائي ڇڏيندو آهي. تلور ماڻهوءَ کي هڪ ميل جي مفاصلي تان تاڙي وٺندو آهي ۽ هڪدم لِڪي، پنهنجي جان بچائڻ جو جتن ڪندو آهي. سياري جي موسم ۾ هيءَ پکي پنهنجو اباڻو ديس ڇڏي، پاڪستان ۽ خاص ڪري سنڌ ۽ چولستان واري ڀاڱي ۾ ايندو آهي ۽ چانڊوڪين راتين ۾ زمين کان مٿي اوچي پرواز ڪندو آهي. قدرتي هوا جي لهرن ۾ پنهنجا پر پکيڙي واس وٺندو آهي ۽ پنهنجن پرن جي مضبوطيءَ مان فائدو وٺندي، چنڊ ۽ تارن کي نظر ۾ رکي خوب لطف اندوز ٿيندو آهي، پر جڏهن آسمان ۾ جهڙ ۽ ڪارا ڪڪر ڏسندو آهي ته جلدي زمين جو رُخ اختيار ڪري لهي پوندو

آهي. هن پکيءَ جي گوشت ۾ وڏي قوت آهي. هن جو شڪار عام طريقن سان ڪيو ويندو آهي. جهڙوڪ: (i) اڄ وچ وارن رستن ۽ ٻيجرن تي ڄارين ۽ ڪوڙڪيون وجهي ڦاسائڻ، (ii) بندوق سان مارڻ، (iii) باز ذريعي شڪار ڪرڻ.

**تلورا** (Liliaceae/*Asparagus racemosus wild*): هي دائمي ٻوٽو وارياسي ۽ جابلو علائقي ۾ ٿئي ٿو. هي ٻوٽو باغن ۾ سينگار لاءِ به پوکيو ويندو آهي. هن جا گل وڻندڙ ٿين ٿا. هي ننڍي قد جو ٻوٽو حڪمت جي ڪيترن ڪمن ۾ پڻ استعمال ٿئي ٿو.

**تلور جي پٽ**: هي پٽ/ دڙو تعلقي فيض گنج، ضلعي خيرپور ميرس ۾ واقع واريءَ جي ڍڳن ۾ لڪل آهي، جيڪي ٻن کان ڇهن ميٽرن جي اوچائيءَ جون آهن. هي ماڳ ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. هن ماڳ جي هڪ حصي (A) مان سنڌو سڀيتا جا آثار مليا آهن ۽ ٻئي حصي مان ڪوٽڏجيءَ واري ڪلچر جون وٿون مليون آهن. هي ماڳ شاهه لطيف يونيورسٽيءَ جي آرڪيالاجي ڊپارٽمنٽ سال 1992ع ۾ ڳولي لڌو هو. ٻن حصن ۾ ورهايل دڙي جو پکيڙ A ڀاڱو 8760 چورس ميٽر ۽ B ڀاڱو 54648 چورس ميٽرن ۾ آهي. هتان مليل وٿن ۾ سنڌوءَ جو ڳاڙهي تي ڪاري ليڪي (slip) وارو ٺڪراڻو، چٽيل ٺڪراڻو، ٻنن ٻوٽن جي ڇاپ وارو ٺڪراڻو، پکين ڇاپ ٺڪراڻو، انگر ونگڙ ليڪن وارو ٺڪراڻو، مڇيءَ ڇاپ ٺڪراڻو ۽ ٻين مختلف ڇاپن وارو ٺڪراڻو مليو آهي. هتان لڌل ٺڪراڻو سنڌو سڀيتا جي پوئين دور (Mature Indus Period) جو آهي.

**تلوڪ تُلسياڻي**: تلوڪ موهنداس تلسياڻيءَ جو جنم 17 جولاءِ 1910ع تي، دربيلي، تعلقي ڪنڊياري، ضلعي نوشهري فيروز ۾ ٿيو. تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ ڪراچيءَ جي هڪ بئنڪ ۾ ڪلارڪ ٿيو. پر خدمت جي جذبي سبب نوڪري ڇڏي، اچي نوابشاهه وسايائين. اُتي ڪانگريس جي ڪم ڪرڻ سان گڏ "نو پارت" هفتيوار اخبار جو ايڊيٽر به ٿي رهيو. آزاديءَ جي تحريڪ ۾ حصي وٺڻ سبب جيل ياترا به ڪيائين. ورهاڱي کان پوءِ سنڌ ڇڏي وڃي اجمير شريف ۾ ويٺو. تلوڪ تلسياڻي اجمير ۾ پهرين روزاني اخبار "نوپارت" ۽ پوءِ هفتيوار "نوپارت" جو ايڊيٽر ٿيو. ان کان سواءِ سنڌ ۾ سماجي ۽ تعليمي ڪم به ڪيائين.

**تلوڪچند**: سندس جنم، 2 ڊسمبر 1896ع تي شهر پڊيا، ضلعي نوشهري فيروز ۾ ٿيو. تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ ملازمت ڪيائين. پر ملڪ جي محبت ۽ عوام جي خدمت ڪيس نوڪري ڇڏڻ تي مجبور ڪيو. جنهن کان پوءِ نواب شاهه مان هفتيوار "هند سماچار" اخبار جاري ڪيائين. تلوڪچند 1947ع جي سياسي تبديلين ڪانپوءِ پنهنجو ديس ڇڏي وڃي اجمير شريف ۾ ويٺو. هن اتان روزاني "هندو" اخبار جاري ڪئي ۽ ٻيڊپائيءَ سان صحافت جي دنيا ۾ ڪم ڪندو رهيو. اجمير ۾ "پرشارٿي پنچنجات" جو بنياد وڌائين ۽ "ليڪ سهائڪ سڀا" قائم ڪرائڻ ۾ اڳرو ٿي ڪم ڪيائين. سندس لاڏاڻو 26 جُون 1965ع تي اجمير ۾ ٿي ٿيو.

**تلوڪ چند ديپ چندراءِ ڀيلاڻي**: هن جو پورو نالو تلوڪچند ديپ چندراءِ ڀيلاڻي آهي، جنهن 1919ع ۾ جنم ورتو. ڪيترائي ڪتاب لکيائين، جن مان "ستارو"، (1959ع)، "جواهر درشن" (1965ع) ۽ "ادبي آداب" قابل ذڪر آهن.

**تلُوٽا**: رڌل ڇڻن يا مٽرن جا ڪُهَر، جن کي رڌڻ کان پوءِ تيل، گيهه ۽ بصر جو داغ به ڏنو ويندو آهي.

**تلهار**: ضلعي بدين جي هڪ تعلقي ۽ مشهور شهر جو نالو. جنهن جو ذڪر 'تحفة الڪرام' ۾ به آيل آهي. چون ٿا ته "تلهار" هڪ ذات هئي، جنهن تان هن شهر تي اهو نالو پيو. هي شهر ڳوني واهه جي ڪپ تي آباد آهي. حيدرآباد_ بدين ريلوي لائين تي هڪ اسٽيشن پڻ آهي، ۽ هتي باواني شگرملز به آهي. گيهه ۽ چانورن جي واپار کان مشهور آهي. هاڻ ته هن تر ۾ ڪمند به جام ٿئي ٿو. هن شهر ۾ رهندڙن جو تعداد اندازاً ڏهه هزار آهي ۽ شهر ۾ تعليمي سهوليتون موجود آهن. تلهار ۾ ڪيترا اديب پڻ رهن ٿا، جن ۾ نوجوان ڪهاڻيڪار آصف جمالي، ناصر بلوچ ۽ ٻيا شامل آهن.

**تلهڙ** (Tamarix (Tamarix Aphylla): وڻ مان پٽيل تازي ٽاري، جيڪا سوئي، ڪنهن جانور يا ماڻهوءَ کي هڻڻ لاءِ ڪم اچي. اڳي ڪپهه سٽڻ لاءِ به تلهڙ ڪم ايندا هئا. اڪثر ڪري تلهڙ لئي يا ٻٻر جي ٽارين مان ورتا ويندا آهن.

**تلي**: تعلقي مير واهه ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: ٻکو دزڪاڻي، احمد خان دزڪاڻي، ڪيريا، تلي، ٻهڻ، ڍڪڻ، چينا، ڍبي، خاصخيلي ۽ محمود ڪلهوڙو.

**تَلِي**: ٿرواري علائقي ۾ ٽِٻن جي وچ واري هيٺاهين زمين يا ترائي (جنهن ۾ برسات جو پاڻي بيهي ۽ پوک به ٿي سگهي).

سنڌ ۾ ڪن نشيبي علائقن، ميرواهه، ميرپور ساڪري، ڳوني، بدين ۽ ماتلي تعلقن ۾ ڪي ديهون. هن نالي سان سڪرنڊ پرسان ڳوٺ به آهي.

**تلي**: سڪرنڊ شهر کان ڏکڻ طرف مشهور ڳوٺ، جيڪو زرعي انسٽيٽيوٽ سڪرنڊ پرسان ٻئي ٻيلي ويجهو آهي. هن ڳوٺ ۾ ڪيريا، ملاح ۽ ٻيون ذاتيون رهن ٿيون. هن ڳوٺ ڪيترا اديب پيدا ڪيا، جن ۾ ولڻ ملاح، سونو ملاح، ملهار ڪيريو، پيراڻو ملاح ۽ ماڻڪ ملاح شامل آهن. ماڻڪ ملاح نوجوان شاعر ۽ صحافي آهي، سندس ڪيترا ڪتاب لکيل ۽ ترتيب ڏنل آهن. سونو، پيراڻو ۽ ولڻ ملاح گذاري ويا آهن.

**تلي**[2]: (ڏسو: تري)

**تليڏي**: مٺائيءَ جو هڪ قسم. هيءَ پَڪي مٺائي، مائي ۽ ڪنڊ مان ٺهندي آهي ۽ حلوائي ان جون ٽڪيون ٺاهي وڪڻندا آهن.

**تلير، وهيو** (Common Starling / *Sturnus vulgaris*): 20سينٽي ميٽر (8 انچ) جسامت واري هن پکيءَ جا نَرماد هڪجهڙا ٿين ٿا. هي ڳهري ناسي رنگ جو هوندو آهي، جنهن جي کنڀن جون ڪنارين هلڪي رنگ جون ٿينديون آهن. عام طور تي گاهير علائقن ۾ ۽ وڻن تي ڏسبو آهي. وڏا ولر ٺاهي وڻن تي آرام ڪرڻ سبب نمايان هوندو آهي. شهرن ۽ ڳوٺن جي ويجهو به رهندو آهي.



ٽڙپکڙ رهائشگاهون ٺاهي افزائش نسل ڪندو آهي. تيز ۽ ڊگهيءَ چهنب سان جيت ۽ ڪينئان کائيندو آهي. تلير وڻن جي پور ۾، ٽڪرين جي سوراخن ۾، گهرن ۾ يا کوکن ۾ پيالي نما آکيرو ٺاهيندو آهي. يورپ، ايشيا ۽ آمريڪا ۾ به ملي ٿو. ڪنهن حد تائين لاڏائو آهي.

**تليهر/ پدم/ ڪاريھر/ واسينگ:** هيءَ جنس ڏگھن ۽ ٿلهن نانگن تي مشتمل آهي. جيڪي پنهنجي ڳچيءَ جي هڏين کي پکيڙي ڦڻ ٺاهڻ جي صلاحيت رکندا آهن. عام اصطلاح ۾ 'نانگ' جي هيءَ جنس خطري مهل پنهنجي ڦڻ ۽ جسم جو اڳيون حصو مٿي کڻي ماحول جو جائزو وٺندي آهي. سنڌ ۾ موجود نانگ 'پدم' يا 'تليهر' (Naja naja) جي ڦڻ جي پوين اڇن



ڪارن چلرن جي ميلاپ سان عينڪ جهڙو نشان ٺهندو آهي. جڏهن خطرو ٽري ويندو آهي، تڏهن ڦڻ بہ گم ٿي ويندي آهي ۽ نانگ تيزيءَ سان پنهنجو رستو وٺي راهي ٿيندو آهي. هن جنس جو وڏي ۾ وڏو نانگ 2.25 ميٽر رڪارڊ ڪيو ويو آهي پر اهو عام طور 1.62 کان 1.37 ميٽر هوندو آهي.

نانگن ۾ مختلف رنگ ۽ چٽ وغيره ٿين ٿا، انهن ۾ مختلف ماحولن ۽ عمر جي مختلف حصن ۾ رنگن جو فرق بہ هوندو آهي. انهن جا رنگ ڪاري کان هلڪا ناسي، ريتيلا ناسي، سونهري بہ ٿين ٿا. فقط *Naja naja* جنس ۾ ئي ايترو فرق هوندو آهي. جو ان جو هڪ قسم بلڪل سفيد ٿيندو آهي جنهن کي Albino Indian Cobra چوندا آهن. نانگن جي ڪجھ قسمن جا سنڌي، انگريزي ۽ سائنسي نالا هن ريت آهن:

1 تليهر، پدم Spectacled or Binocettale Cobra/ *Naja naja* جنهن جي ڦڻ تي عينڪ جهڙو نشان هوندو آهي.

2 اڇو نانگ Albino Indian Cobra/ *Naja naja* هي نانگ بلڪل اڇي رنگ جو ٿيندو آهي.

3 پدم Monocellated Cobra/ *Naja kaouthia* هن جي ڦڻ تي انگريزي اکر 'O' وانگر بي ترتيب گول نشان هوندو آهي.

4 ڪاريھر Black Cobra/ *Naja oxina* پوريءَ طرح پدم جهڙو هوندو آهي، پر ان جي ڦڻ تي ڪو بہ نشان نہ هوندو آهي.

5 جُهوڙ، واسينگ، اهِيراج King Cobra/*Ophiophagus Hannah*/ جيڪو رنگ روپ ۾ وئينس نانگ سان مشابهہ آهي. هي هيڊو ناسي ٿئي ٿو. هن جو جسم تي 40 کان 50 هلڪيون پٽيون يا چلا ٿين ٿا. هن جو مٿو زيتوني ناسي، ڳچيءَ جو رنگ هلڪو ڦِڪو نارنگي هوندو آهي. هي نانگ دنيا ۾ سڀ کان ڊگھو زهريلو نانگ آهي، جنهن جي ڊيگھہ 3 کان 5 ميٽر (10 کان 16 فٽ) هوندي آهي.

جوڳين وٽ نانگن جا ڪي ٻيا قسم يا نالا بہ آهن مثال طور: جُهوڙ، ڪاريھر، واسينگ، جُهڙو، گڏو وغيره.

هي نانگ هر قسم جي ماحول ۾ موجود هوندو آهي. انڪري اهو جهنگ، ٻيلي، ڪليل ميدانن، ٻنين، شهري آبادين ويجهو ٽوڙي ويرانن ۾ بہ ٿئي ٿو نانگ لاءِ گهميل علائقا وڌيڪ مناسب هوندا آهن. نانگ بنيادي طرح خارباز جاندار نہ آهي. جيڪڏهن ان کي تنگ نہ ڪبو تہ آرام سان پنهنجي راهہ وٺي هليو ويندو آهي. نانگ کي ڏينهن جو پڪڙڻ ڪجھ آسان هوندو آهي، ڇاڪاڻ تہ ڏينهن جو هن جي ديد گهٽ پوندي آهي. رات جو سرگرم رهندو آهي. مقابلي جي صورت ۾ جمي وڙهندو آهي. جارحاڻي انداز ۾ وري وري حملو ڪندو آهي ۽ دشمن قوت کي وات ۾ وجهي چٻاڙيندو آهي. نانگ ڏينهن جو حملو فقط ڊيڄارڻ لاءِ ڪندو آهي.

نانگ عام طور تي ڪِرڙيون، پکي، آنا، ڪوئا ۽ ڪڏهن ڪڏهن ٻيءَ جنس جا نانگ بہ کائيندو آهي. نانگ جنوريءَ کان مارچ تائين جنسي ميلاپ ڪندو آهي. نانگ جي مادي اپريل ۽ جُون جي وچ ۾ آنا ڏيندي آهي، جن مان 30 کان 45 ڏينهن ۾ ٻچا نڪري ايندا آهن. آنن جي نر ۽ مادي ٻئي حفاظت ڪندا آهن. واسينگن جا ٻچا (وياءَ) ننڍڙي ڦڻ ٺاهي سگهندا آهن. ننڍي ڪنڊ ۾ نانگن جي آباديءَ کي ٻن حصن ۾ ورهايو ويو آهي. هنن جون جسماني خاصيتون پاڻ ۾ ملندڙ هونديون آهن پر اهي جاگرافيائي لحاظ کان ڌار ڌار جاتائي سگهجن ٿا.

تليهر نانگ جوانيءَ ۾ ڪارو يا گهرو ڀورو هوندو آهي. هيٺئين پاسي هلڪو مِٽائون يا زردي مائل اڇو ٿيندو آهي، ان پاسي تي ننڍا ننڍا مِٽاوان چٽ ٿين ٿا. نانگ جو ٻچو گهرو ڀورو يا هلڪو ڀورو ٿئي ٿو، جنهن تي گهري رنگ جي ڪنارين جا چلر هوندا آهن، ۽ ان جي ڳچيءَ تي ڪجھ ڪاريون ليڪون ٿين ٿيون.

پدم، ڪاريھر يا تليهر جنس جو نانگ اوپر ايشيا ۾ هندي وڏي سمنڊ جي ڀيٽن کان وٺي سڄي هندستان، سنڌ ۽ ڏکڻ بلوچستان ۾ ٿئي ٿو.

**تُمَ:** ڏٻي گاڏي يا گهوڙي گاڏيءَ جي ڦيٿي جو وچ وارو حصو، جنهن ۾ "ڏريي" ۽ "آرا" پوندا آهن، ان کي "تُم" چوندا آهن.

**تماچاڻي:** سنڌ جا سماٽي مهر، جيڪي سنڌ جي ڪافي حصن ۾ آباد آهن، تماچاڻي سڏبا آهن. بالاڻي، ويجل ۽ ٻيچل سندن ذات وارا آهن. وڳڻ (آبڙ) جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "تماچاڻي" آهي ۽ اهي لاڙڪاڻي ضلعي ۾ رهن ٿا.

**تماچاڻي:** ضلعي شڪارپور جي تعلقي لکيءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺ ڄاڻايل ڳوٺ آباد آهن:

تماچاڻي، ناهڻ پور، ڀورل پور، اسماعيل لباڻو، درگاهہ فضل شاهہ جيلاني، حيدرشاهہ ۽ الهہ بخش جمالي، تماچاڻي.

**تَماچي:** 'سما' گهراڻي جو مشهور بادشاهہ "سلطان رڪن الدين شاهہ ڄام تماچي". سنڌ جي تاريخ ۾ "ڄام تماچيءَ" جي نالي سان مشهور آهي. جنهن 791هہ/1338ع کان 795هہ/1342ع تائين سنڌ تي خودمختيار حاڪم طور حڪومت ڪئي. "نوري مهاڻيءَ" سان سندس محبت جو داستان مشهور آهي. مڪليءَ تي "شاهي مقام" قائم ڪيائين. جتي ئي مدفون آهي.

روايت مطابق ڄام تماچي شيل شڪار لاءِ هميشہ ڪينجهر ڍنڍ تي ايندو رهندو هو، جيڪا ڍنڍ "ڪينجهر" نالي هڪ گندري جي ڪري مشهور هئي. هن، ڍنڍ جي ڪناري تي پنهنجي رهڻ لاءِ هڪ ماڙي پڻ ٺهرائي هئي، جتان ويهي ڍنڍ جو نظارو ڪندو هو ۽ جنهن وقت بہ سندس دل چاهيندي هئي، ٻيڙيءَ تي چڙهي ڍنڍ جي سير تي نڪري ويندو هو.

ڪينجهر ڪناري رهندڙ گندرا، جڏهن بادشاهہ جي اچڻ جو ٻڌندا هئا تہ ميلا مڇي ويندا هئا. نوري، ڪينجهر مهاڻي جي ڌيءَ هئي، جنهن لاءِ هڪ ٻي روايت آهي تہ سنڌ جي حاڪم جسودڻ راءِ جي ڌيءَ هئي، پر جمڻ

شرط ڪوڙهه جي مرض ۾ مبتلا ٿيڻ ڪري، سندس پيءُ جسودڻ راءِ، ٻانهين کي حڪم ڏنو ته ڪيس اوڙاهه ۾ اڇليو وڃي. ٻانهيون جڏهن نوريءَ کي اوڙاهه ۾ اڇلڻ لاءِ کڻي وڃي رهيون هيون ته واٽ تي ڪين ڪينجهر گندرو مليو. جنهن سندن پيرائتي ڳالهه ٻڌڻ کان پوءِ، ٻانهيءَ کان نوريءَ جي گهر ڪئي. ٻانهي پڻ پاپ ڪٽڻ کان ڇوڪريءَ کي گندري جي حوالي ڪرڻ کي ترجيح ڏني. اهڙيءَ طرح نوريءَ، ڪينجهر گندري جي گهر ۾ پلجي جوان ٿي ۽ درويش هوندڙي جي دعا ۽ دوا سان ڪوڙهه جي مرض مان آجي ٿي. سندس سونهن موتي آئي ۽ هوءَ سدا ملوڪ، سهڻي ۽ سيبتي ٿي پئي. ان ڪري نوري شاهه هوندڙي جي وفات کان پوءِ روزاني سندس مزار تي حاضري ڀرڻ ويندي هئي. هڪ ڏينهن نوريءَ کي شاهه هوندڙي جي آستان تان موٽڻ ۾ دير ٿي وئي ۽ رات پئجي وئي. ملاح رستو پلجي پيو. تنهن نوريءَ کي چيو ته مون کي گس جي ڪابه خبر نٿي پوي. اهو ٻڌي نوريءَ پنهنجي منهن تان پلؤ کڻي ڏنو ته سندس منهن مان وچ جهڙو شعاع نڪتو ۽ ان شعاع تي ملاح پنهنجو گس ڏسي ورتو ۽ ٻيڙي ڪاهي اچي ڪناري پيڙو ٿيو. انهيءَ رات جام تماچيءَ به پنهنجي ماڙيءَ تان وڻي ڪينجهر جو نظارو ڪيو. تنهن اوچتو تجلو ڏٺو، اميرن وزيرن کان سبب معلوم ڪيو. اميرن ۽ وزيرن ڪيس صبح ٿيڻ تي معلومات وٺي اچڻ لاءِ وقت گهريو. ٻئي ڏينهن صبح جو وزير ٻيڙيءَ جي ملاح کان راتوڪي تجلي بابت پڇا ڪئي، ملاح پيرائتي ڳالهه ڪيس ٻڌائي. وزير ڏٺو ته اها ڳالهه جيڪڏهن بادشاهه کي ٻڌائبي ته بادشاهه هرکي پوندو. تنهنڪري بادشاهه کي وڄ جي چمڪڻ جو چٽي لهرائي ويو. اهڙيءَ طرح ٻه ٻيا وزير به موڪليا ويا. پر انهن به اهو بهانو ناهي، اصل حقيقت لڪائي ڇڏي. ان بعد بادشاهه پاڻ ئي سنيري، ڪينجهر جي سير تي روانو ٿيو. ٻيڙيءَ ۾ چڙهڻ کان پوءِ ملاح کان ان رات واري واقعي بابت پڇا ڪيائين. جنهن ڪيس سربستو احوال ڪري ٻڌايو. اهو ٻڌي بادشاهه نوريءَ کي دل ئي دل ۾ پنهنجي راڻي بڻائڻ جو پڪو ارادو ڪيو. ٻئي ڏينهن بادشاهه جام تماچي سمي ڪينجهر گندري جي ڪکيءَ هاڻي ڪڏيءَ تي ڪهي آيو ۽ اچي ڪانڌس نوريءَ جو سڱ گهريائين. ڪينجهر گندري ها ڪئي ۽ نوري اڳتي هلي جام تماچيءَ جي راڻي بڻي. جام تماچي پنهنجي پيءُ جام ڄيي کان پوءِ حڪمران ٿيو ۽ تيرهن سال آرام سان حڪومت ڪري گذاري ويو. هڪ روايت موجب نوري ۽ تماچي جام جو مقبرو ڪينجهر جي ڪنڌيءَ تي آهي. جڏهن ته آرڪيالاجي وارن موجب سندن مزارون مڪليءَ تي آهن. جام تماچي پنهنجي پيءُ جام ڄيي/ ٻابيني وانگر محب وطن، دلير ۽ انصاف پسند هو ۽ پنهنجي پيءُ جام ٻابيني جي مرڻ کان پوءِ پنهنجي سؤٽ خير الدين جام توڳاچي سان گڏ حڪومت ڪئي. صدر الدين جام ٻابينو ۽ رڪن الدين شاهه جام تماچي، فيرزو الدين شاهه جام انڙ اول جا پٽ هئا. جام تماچي سنڌ جو ٻه دفعا حاڪم ٿيو.

نوري جام تماچيءَ جي واقعي تي شاهه لطيف جو مڪمل سر ڪاموڏ موجود آهي.

**تماچيءَ جي ماڙي:** سما دور جا اوڻيهه حڪمران ٿي گذريا آهن، جن هڪ سؤ ستر سال سنڌ تي حڪومت ڪئي. انهن ۾ جام تماچي ٻيو رڪن الدين جي لقب سان وقت جو حڪمران هو ان شيل ۽ شڪار لاءِ هڪ ماڙي ٺهرائي هئي. جنهن جو زمانو 1370ع چيو وڃي ٿو اها ماڙي اصل ۾ ڳوٺ سونهريءَ جي ڀرسان هئي، جيڪو ڳوٺ هن وقت پاڻي هيٺ آهي. اهو جام تماچي جنهن بعد ۾ نوريءَ سان نڪاح ڪيو هو، سو سنڌ جي لوڪ داستان "نوري جام تماچي" جي نالي سان مشهور آهي.

**تماچيءَ، ميون اوريئڙي وارو:** شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ جي خليفن مان، ميون تماچي نهڙيو اوريئڙي وارو به پنهنجي وقت جو پلوڙ شاعر هو. هي بزرگ اصل بلڙيءَ ۾ پنهنجي مرشد وٽ رهندو هو. اتان ڪيس حڪم ٿيو ته "تون اوريئڙي ۾ وڃي رهه". پر هن کي مرشد ڇڏڻ تي دل نٿي ٿي. جڏهن شاهه ڪريم بلڙيءَ واري مٿس گهڻو زور رکيو تڏهن بلڙيءَ مان نڪري ولهاريءَ جي ڀرسان، پراڻ جي هڪ لئي تي چڙهي وڃي ويهي رهيو. منهن بلڙي شريف ڏانهن هئس. اتي سڄو سال مرشد سڳوري جي حب ۾ روئندو رهيو ۽ نيٺ روئي روئي اکيون وڃائي ويٺو. آخر مرشد کي مٿس مهر جي نظر ڪرڻي پئي ۽ هن قربائتي جوڳيءَ کي شاهه ڪريم پاڻ پنهنجن هٿن سان ڇڏي آيو ۽ الله تبارڪ و تعاليٰ کان دعا گهري ڪيس اکيون به وٺرائي ڏياريائين:

> موڪل گهرم منهنجا پرين، وٺان وڄ م تون،
> تنين سيڪين سريو، جنين ڏٺو تون،
> پيڙو ڪري پون، پوءِ موڪل ٿئي منهنجا پرين.

جن کي وڃڻو هوندو آهي، سي ويندا آهن. لفظن سان ڪو نه روڪبا آهن. شاهه ڪريم، مئين تماچيءَ کي اوريئڙي ۾ ڇڏي بلڙي شريف موٽي آيو. شاهه ڪريم جو فدائي اتي هنجون هاريندو هو، مرشد ساريندو، ڏينهن گذاريندو رهيو. اتي ئي وفات ڪيائين. جبل تي سندس قبر آهي. پاڻ ڪچ ۾ ولي الله جي نگاهه سان ڏٺو وڃي ٿو.

**تماڪ** (Tobacco): تماڪ هڪ دوا ۽ نشيدار فصل آهي. جنهن جا ٻه قسم ٿين ٿا. هڪ اڇو ۽ ٻيو ڪارو تماڪ آهي. هن جو رنگ سائو ۽ سرخ، ذائقو تيز، مزاج گرم ۽ خشڪ اٿس. اڇ لڳائي ٿو ۽ دماغ کي ريزش کان خشڪ ڪري ٿو. تماڪ جا پن دوا ۽ نشي لاءِ ڪتب اچن ٿا. سنڌ ۾ تماڪ جو فصل ٻن مقصدن لاءِ پوکيو وڃي ٿو. هڪ حقي جي لاءِ تماڪ ۽ ٻيو ٻيڙي پيئڻ وارو تماڪ. حقي وارو تماڪ خاص طور دادو ضلعي جي شهر



ٻوبڪ ۾ پوکيو وڃي ٿو. جنهن کي ٻوبڪائي تماڪ چئجي ٿو. جڏهن ته حق جي تماڪ جي پيٽ ۾ ٻيڙي وارو تماڪ تمام گهڻ ايراضيءَ تي پڻ پوکيو وڃي ٿو. جنهن ڪري هر وقت تماڪ جي کوٽ رهي ٿي. سنڌ ۾ حقي ۽ ٻيڙي واري تماڪ جي پوک ڪاميابيءَ سان ٿي سگهي ٿي. تماڪ گهڻو رکي حقي، پائيپ، سگريٽ، سگار ۽ ٻيڙي ۾ پيئڻ ۽ پان ۾ وجهي کائڻ جي ڪم اچي ٿو پر ڪاري تماڪ جي نَاس ناهي مٽي جي سور، نزلو، دماغ جي رطوبت يا ريزش خشڪ ڪرڻ لاءِ مهارن ۾ لڳائڻ مفيد آهي.

**تماڪ جو استعمال ۽ فائدا:** تماڪ مان بيڙيون ۽ سگريٽ تيار ٿين ٿا. هن جو حقي ۾ استعمال ٿئي ٿو. ان کان علاوه تماڪ چٻاڙڻ ۾ ڪم اچي ٿو. هن جو سفوف ناس طور به ڪم اچي ٿو. تماڪ واپرائڻ سان ٿڪاوٽ دور ٿئي ٿي ۽ بي آرامي ختم ٿئي ٿي. خاص ڪري جڏهن تماڪ جو واهپو جسماني ۽ ذهني ٿڪاوٽ لاءِ هجي. ان ڪري تماڪ عام طور ان مقصد لاءِ ڪم اچي ٿو. تماڪ جو ذائقو ڪڙو، تيز ۽ قي آڻيندڙ آهي. تماڪ جو پيلاڻ مائل رنگ، نرم ۽ مڙي پوندڙ تجارتي وکر آهي، جنهن ۾ ٿورو آلو ۽ مٿان ماڪي جهڙو مادو ٿئي ٿو. تماڪ کي ڪٽڻ سان نشي آور بوءِ اچي ٿي. جيڪا تماڪ جي تازن پنن مان نٿي ملي. طبي لحاظ کان ورجينا تماڪ تمام گهڻي اهميت رکي ٿو. هن جا خاص جزا پاڻي، اسپرٽ ۽ شراب ۾ جذب ٿين ٿا. پر گرميءَ سبب ختم ٿي وڃن ٿا. تماڪ جا ٻج الڪوحل پيدا ڪن ٿا. جيڪا پيلاڻ مائل ست (Extract) ٿئي ٿي، جنهن ۾ ڪنڊ ۽ نڪوٽين جا مرڪب ٿين ٿا. تماڪ جي پنن ۾ ان جو جوهر نڪوٽين 2 کان 5 في سيڪڙو ٿئي ٿو. جيڪو زهر قاتل آهي. جنهن جا ٻه قطرا پيئڻ سان ڪُتي جهڙو جانوري مري سگهي ٿو. هي جزو گرمي جي اثر سبب بخارن ۾ تبديل ٿي تماڪ جي دونهين ۾ موجود هوندو آهي.تماڪ جو ٻورو ڦٽن، ناسور، جزام، اک جي اٿڻ يا سوڄ لاءِ ٻڌجي. جڏهن ته مسوڙن جي سور ۽ ڏندن جي سور ختم ڪرڻ لاءِ تماڪ وات ۾ وجهي چٻاڙجي. هن کي اٽي سان رڌي لپري ٺاهي سخت سوڄ واري هنڌ تي ٻڌجي ته ان کي نرم ڪري ٿو. اڃو تماڪ کنگهه، دم ڪشي، سيني جي رطوبت ۽ بلغم جي تحليل لاءِ استعمال ڪجي. ٿورو تماڪ پيئڻ سان آنڊن جي حرڪت ۽ اخراج تيز ٿي قبضي ختم ڪري ٿو.

**آبهوا ۽ ماحول:** تماڪ عام ٻوٽو آهي جيڪو برصغير هندوستان ۽ پاڪستان سان گڏ پوري دنيا ۾ پوکيو وڃي ٿو. تماڪ جو ٻوٽو سڀ کان پهريائين ميڪسيڪو ۾ 1520ع جي دوران دريافت ٿيو. جيڪو بعد ۾ ويسٽ انڊيز ۽ اتر آمريڪا ڏانهن پکڙيو. ان بعد سورهين صديءَ ۾ پورچوگال کان يورپ آيو. هن ٻوٽي جا ٻج جين نڪوٽ متعارف ڪرايا ۽ ان بعد تماڪ تي پيدائشي نالو رکيو ويو. هي ٻوٽو سورهين صدي جي آخر تائين تماڪ نوشي (Smoking) لاءِ ڪتب آيو. جيڪو بعد ۾ انگلينڊ، ترڪي، مصر، انڊيا ۽ چين ڏانهن پکڙيو. تماڪ دنيا ۾ وڏي ايراضيءَ هيٺ پوکيو وڃي ٿو. جنهن مان زياده پيداوار ملي ٿي. تماڪ ناٽي وارن فصلن ۾ شمار ٿئي ٿو. جيڪو پاڪستان ۾ هڪ اندازي موجب 57 هيڪٽرن ايراضيءَ تي پوکيو وڃي ٿو. پاڪستان ۾ تماڪ سرحد صوبي ۾ گهڻي ايراضيءَ تي پوکيو وڃي ٿو. ان سان گڏوگڏ سنڌ صوبو به پڻ تماڪ جي پيداوار ۾ اڳيرو آهي. هندوستان دنيا جي گهڻي قسمن جون تماڪ واريون جنسون تجارتي بنياد تي پوکي ٿو. سنڌ ۾ تماڪ جون ديسي جنسون پوکيون وڃن ٿيون. جنهنڪري پيداوار گهٽ ملي ٿي. ان لاءِ ضروري آهي ته تماڪ وقت سر پوکي ۽ پيداوار ۾ اضافو آندو وڃي.

**زمين جي چونڊ ۽ تياري:** تماڪ هڪ نازڪ فصل آهي. ان لاءِ زمين جي چونڊ ۽ تياري وڏي اهميت رکي ٿي. تماڪ لاءِ هلڪي وارياسي يا ريتيلي لٽياسي زمين ٻيجاري پوکڻ لاءِ وڌيڪ موزون آهي. ڇاڪاڻ ته هن قسم جي زمين ۾ پاڻي ڇهڻ يا چوسڻ جي خاصيت سٺي رهي ٿي. تماڪ جي ٻيجاري پوکڻ لاءِ زمين کي بهتر نموني هر ڏئي سنوت ۾ آڻجي. ويسي جون ٻاريون ٺاهي ان ۾ گند ڪچرو وجهي سٺي نموني ساڙڻ گهرجي ته جيئن ٻيجاري واري ٻاري مان نه فقط گندگاهه پر جيتن ۽ بيمارين جو مڪمل خاتمو آندو وڃي.

**ٻيجاري پوکڻ جو وقت:** سنڌ ۾ تماڪ جي ٻيجاريءَ جي پوک سيپٽمبر مهيني ۾ ڪرڻ گهرجي ته جيئن ٻيجارو آڪٽوبر ۽ نومبر مهينن ۾ رونبي لاءِ تيار ٿي وڃي. جڏهن ته ٻج جي ڦوٽهڙي لاءِ گرميءَ جو درجو 25 کان 30 هجڻ ضروري آهي. ٻي صورت ۾ ٻج جو ڦوٽهڙو نه ٿيندو.



**جنسون:** تماڪ جي پوکيءَ لاءِ صاف ۽ طاقتور يا سگهارو ڦوٽهڙو رکندڙ ٻج استعمال ڪجي. سنڌ ۾ هن وقت تماڪ جون ٻه جنسون موجود آهن. جنهن ۾ ٽنڊو جام ۽ ٻوبڪائي تماڪ واريون جنسون ڪاميابيءَ سان پوکي سگهجن ٿيون.

**ٻج جو مقدار:** تماڪ جي ٻيجاري لاءِ 100 گرام صاف سٺو ٻج هڪ ويسي جي ٻاري ۾ پوکڻ گهرجي، جيڪو هڪ ايڪڙ زمين لاءِ ڪافي آهي.

**قطارن جي وڇوٽي:** تماڪ جي پوک لاءِ قطارن ۽ ٻوٽن جي وچ ۾ مفاصلو تماڪ جي قسم تي مدار رکي ٿو. جڏهن ته تماڪ جي ناٽو قسم لاءِ 80x80 سينٽي ميٽر ۽ ورجينا تماڪ لاءِ 100x100 سينٽي ميٽر وڇوٽي بهتر نتيجا ڏئي ٿي.

**ٻيجاري پوکڻ جو طريقو:** ٻيجاري پوکڻ وقت وڌ کان وڌ احتياط جي ضرورت آهي. ٻيجاري جي پوکيءَ وقت ٻه ڪلو لٽياسي مٽي کڻي ان ۾ 100 گرام تماڪ جو ٻج ملائي تيار ٿيل هڪ ويسي واري ٻاري ۾ ڇٽ ڪجي ۽ بعد ۾ ان مٽيءَ جو سنهو تهه ڏجي ته جيئن ٻج ڍڪجي وڃي. بعد ۾ ڪوڏر يا تراڪڙي ڪائي سان هلڪي ٺپ ڏئي بعد ۾ هلڪو پاڻي ڏجي.

**رونبي لاءِ زمين جي چونڊ:** تماڪ جي فصل لاءِ لٽياسي زمين جي چونڊ ڪجي، جنهن ۾ پاڻيءَ جي نيڪال جي سٺي صلاحيت هجي. زمين کي پوکيءَ لاءِ تياريءَ واسطي 2 کان 3 هر ڏجن ۽ زمين کي سنوت ۾ آڻجي، تماڪ جي پوک لاءِ زمين ۾ وٿاڻ جو ڀاڻ 25 کان 30 گاڏيون في ايڪڙ پوکيءَ کان اڳ ڏجن. تماڪ جي پوک لاءِ تيزابي يا کهري زمين جنهن جي پي ايڇ 5.5 کان 6.5 هجي ته اها زمين هن فصل جي پوکيءَ لاءِ بهتر آهي. ان کان علاوه اهڙي زمين جنهن جي زير زمين پاڻيءَ جي سطح ٽن فوٽن کان گهٽ هجي ته ان صورت ۾ اها زمين فصل لاءِ غير مناسب آهي.

**رونبي جو وقت ۽ طريقو:** زمين جي تياريءَ بعد جنهن وقت ٻيجارو ڇهن کان ڏهن هفتن جو ٿئي يا وري ٻوٽن ۾ پهريان 4 کان 6 پن ٿين ۽ قد ۾ ٻه 15 کان 20 سينٽي ميٽر جو ٿئي ته ان وقت رونبو شروع ڪجي. تماڪ جو

روبو قطارن ۾ ڪجي ته بهتر ٿيندو. ڇاڪاڻ ته قطارن ۾ روبي سبب گهڻا فائدا ملن ٿا. جنهن ۾ گندگاهه جي خاتمي ۾ آساني، ڦوهاري ۾ سولائي ۽ فصل ۾ هوا جو گذر ۽ ڪاڻ خوراڪ هڪجهڙي ملي ٿي ۽ فصل جي ڪٽائي به آسان ٿئي ٿي.

**ياڻ ڏيڻ:** تماڪ جي فصل ۾ ڏيڍ بوري يوريا ۽ هڪ بوري ڊي اي پي ۽ هڪ بوري پوٽيشيم ۽ مني بوري يوريا فصل جي پوکيءَ وقت ۽ باقي رهيل مني بوري يوريا فصل جي چوٽي جي ڪٽائيءَ وقت ڏيڻ گهرجي. جڏهن ته فاسفورس ۽ پوٽاش وارا ياڻ فائديمند آهن.

**پاڻي ڏيڻ:** تماڪ جي بيجاري واري باريءَ کي ضرورت آهر يا ٽن چئن ڏينهن بعد پاڻي ڏيڻ گهرجي. ان ڳالهه جو خاص خيال رکڻ گهرجي ته جيئن زمين سڪي يا خشڪ ٿي نه پوي. زمين ۾ هر وقت گهم موجود هئڻ گهرجي. بي صورت ۾ ڦٽل بوٽا سڪي ويندا ۽ بيجارو به گهٽ اوسر



ڪندو. تماڪ جي فصل لاءِ هر 20 ڏينهن بعد پاڻيءَ جي سفارش ڪجي ٿي.

**لابارو ۽ ڪٽائي:** تماڪ جو فصل روبي کان پڇڻ تائين 100 کان 120 ڏينهن وٺي ٿو يا وري جنهن وقت پن پچڻ شروع ڪندا ته ان وقت فصل جا پن ساواڻ کان پيلاڻ يا هلڪي پيلي رنگ جا ٿيڻ لڳن يا جڏهن سندس پن ويڙهجي چيرجڻ شروع ڪن ته ان وقت هيٺيان پن ڪٽڻ گهرجن. بعد ۾ آهستي آهستي بن ٽن هفتن جي وقفي دوران وچيان پن ڪٽڻ گهرجن.

**چوٽو ڪٽڻ:** لابارو يا ڪٽائي هيٺين حصي کان ڪجي ۽ هڪ وقت 2 يا 3 پن ڪٽجن. تماڪ جي ورجينا واري قسم جا جيڪڏهن 20 کان 24 بوٽي جا پن تيار ٿين ته ڪٽائي ڪجي. اهڙيءَ طرح هر هفتي 6 کان 8 گوشا ڪٽجن. ڪٽائيءَ بعد پن بانس جي لڪڙن تي ٽنگجن. جيڪي هر لڪڙي تي 100 پن تياريءَ لاءِ رکجن. بيڙي وارو تماڪ جنوري ۽ فيبروريءَ ۾ ڪٽيو وڃي ٿو. جڏهن ته سگار ۽ چروٽ وارو تماڪ 90 کان 100 ڏينهن بعد ڪٽيو وڃي ٿو. ان صورت ۾ جڏهن پن پرڪٽا ۽ پيلاڻ مائل ساوا هجن. بي پاسي چهاڙڻ وارو تماڪ پوکيءَ جي 110 کان 120 ڏينهن بعد ڪٽيو وڃي ٿو. جڏهن ته حقي وارو تماڪ مئي ۽ جون ۾ ڪٽيو وڃي ٿو. اهڙيءَ طرح بيڙي، سگار ۽ چروٽ، چهاڙڻ ۽ حقي واري تماڪ لاءِ سڄو بوٽو ڪٽيو وڃي ٿو. تماڪ جي فصل ۾ پن جي چوٽي يا گل جي چوٽي جي ڪٽائي ڪئي وڃي ٿي، جيڪا تماڪ جي واڌ، اوچائي، جسامت، قد ۽ ان جي خاصيت ۾ سڌارو آڻي ٿي.

**تماڪ جي تياري:** تماڪ جا پن ڪٽائي بعد ۾ تياريءَ هيٺ اچن ٿا ته جيئن ان جي پنن ۾ ڏانڊين ۾ ضرورت وارو رنگ، ساخت ۽ خوشبوءِ اچي سگهي. هن سلسلي ۾ تماڪ جي تياريءَ جا مختلف طريقا، تماڪ جي قسم مطابق اختيار ڪيا وڃن ٿا. جنهن جو دارومدار ان جي خاصيت ۽ استعمال جي نوعيت تي آهي. تماڪ جي مختلف تياريءَ وارن طريقن ۾ حقي واري تياري (Flue Curing)، هوائي تياري (Air Curing)، سج جي روشني واري تياري (Sun Curing)، دونهين واري تياري (Smoke Curing)، کڏي يا چلهي واري تياري (Pit Curing) وغيره. جڏهن ته تماڪ جي قسم "ورجينا تماڪ" خاص خانن (Special Chambers) ۾ تيار ڪيا وڃن ٿا. جنهن کي پاندو يا گدام چئجي ٿو ۽ ان ۾ هٽرادو گرمي گذاري وڃي ٿي. جيڪي لوهه يا ڌاتو جا پائيپ ٿين ٿا ۽ انهن کي چمنيون (Flues) چئجي ٿو.

**تمبو دڙو** (Tambu Mound) (ماڳ): قديم هوڏي دور جو هي دڙو بلوچستان جي ضلعي پاڳناڙي جي ڳوٺ تمبو ۾ واقع آهي. 1903ع ۾ هن دڙي تان به ٺڪر جون چڪيون (Seals) لڌيون هيون. جيڪي برهمي لپيءَ ۾ لکيل هيون ۽ پڙهيون ويون آهن. انهن چڪين تي 5 ٺلهه به اڪريل آهن. اهي چڪيون عالمن جي نظر ۾ 8 صدي عيسوي جون آهن. هنن چڪين تي برهمي لپي ۾ سنسڪرت ٻولي ۾ ڪي شبد لکيل آهن. هن قسم جون ٺيڪري مهرون (Seals) هندوستان جي اتر وارن علائقن مان ڪافي تعداد ۾ مليون آهن.

**تمبولي:** سنسڪرت ۾ پان جي پتي کي "تمبول" چون ٿا ۽ پان فروشن کي "تمبولي" سڏين ٿا. ذاتين جي ماهر شيرنگ جو چوڻ آهي ته "تمبولي" هڪ ذات جو نالو آهي. سندن اصل ماڳ بنارس آهي.

**تمبي** (ساز): هي تار جو ساز آهي، جيڪو يڪتاري کان ننڍو ٿيندو آهي. پر بناوت يڪتاري واري هوندي اٿس. تمبي، اصل ۾ ڪدوءَ جي آوازي ڪوکي مٿان ڪمايل کل چڙهيل هوندي آهي. اڍائي يا ٽي فوٽ ڊگهي چپٽي ڏنڊي، جنهن جي ويڪر 3 ساڍا ٽي انچ ٿيندي آهي، بنهه گول ٿيندي آهي. ۽ ڪڏهن ڪدوءَ جي آر پار گذاري سُڪ ڪندا آهن. جيئن ڪدوءَ کان به ٽي انچ ڏنڊي ٻاهر نڪتل هجي. ڏنڊي جي هيٺ چيڙي تي به ڳنيون ڪتل هونديون آهن. تنبي يا ڪدوءَ کان به تارون چڪي ڳنين ۾ ويڙهيندا آهن. ڪدوءَ وٽ تارن کي مٿي رکڻ لاءِ هيٺان ڪاٺ يا ٺڪر يا ڪو سڪو وغيره ڏيندا آهن. جنهن کي مڪڙي چوندا آهن. تمبي/ ڪدو آوازي ڪوٺي (Chamber) جو ڪم ڪندو آهي. سازندا ڳنين ذريعي تارن کي چڪي آس وٺندا آهن. هن جي سنگت چپڙي، ماٽي يا گهاگهر ۽ ڍولڪ سان ٿيندي آهي. هي ساز ڪٽڻ ۾ هلڪو آهي. تمبي سنڌ ۾ گهٽ، پر پنجاب ۽ هندستان ۾ وڌيڪ استعمال ٿئي ٿي.

**تَمراٽي:** تمر فقير، شاهه لطيف جو هڪ مشهور فقير هو. جنهن شاهه جي راڳ کي شاهه کان پوءِ عام ڪيو. هن فقير جي اثر هيٺ بيا به ڪيترا فقير هئا، جيڪي سندس پوئلڳيءَ ۾ پاڻ کي "تمراٽي" چوائڻ لڳا. هڪ بيءَ روايت موجب تمراٽي، بلوچ هئا. بروهين ۾ جهالاواني قبيلي بزنجي مان پڻ "تمراٽي" هڪ پاڙي جو نالو آهي.

**تمر جا ٻيلا**: سنڌ ۾ ٻيلن جا ٻه قسم آهن: هڪڙا اُهي جيڪي ڪشمور کان ڪيٽي بندر جي وچ ۾ سنڌو درياهه جي ٻنهي ڪپن تي موجود آهن ۽ ٻيا سنڌو درياهه جي چوڙ واري علائقي (ڊيلٽا) ۾ آهن. ٻنهي قسم جي ٻيلن ۾ ڏٻڻ وارا ٻيلا ٿين ٿا. جن ڪي تمر جا ٻيلا چيو وڃي ٿو جيئن ته درياهه جي چوڙ وٽ سموري معدنيات اچي ڪٺي ٿئي ٿي، جيڪا تمر جي واڌ ويجهه لاءِ ضروري آهي. ان ڪري اُتي تمر تيزيءَ سان وڌي ۽ ويجهي ٿي. اها معدنيات ۽ زندگيءَ جا ڪارائتا جُزا. تمر جي وڻ، خاص ڪري ان جي پاڙن جو حصو بڻجن ٿا. ان ڪري سامونڊي جيوت، تمر واري علائقي ۾ وڌي ويجهي ۽ ڄمجي نپجي ٿي. سامونڊي مخلوق کي تمر جي پاڙن مان طاقتور خوراڪ ملي ٿي. جنهنڪري نه رڳو ننڍيون مڇيون ۽ جهينگا ٻيلن ۾ پلجن ٿا، پر تمام ننڍڙي سامونڊي نباتات ۽ جيوڙا به پيدا ٿين ٿا. جيڪي مڇين ۽ انهن جي ٻچن لاءِ خوراڪ ٿين ٿا. ان معنيٰ ۾ تمر جا ٻيلا مڇيءَ ۽ ٻي نباتات جي ڄڻ ته نرسري آهن. لَٽَ ته هرندي آٽيندي آهي، پر لٽ کي ويهارڻ ۽ گڏ ڪرڻ ۾ تمر جو وڏو ڪردار آهي. تمر جا وڻ لٽ کي پنهنجي پاڙن جي مدد سان جهلين ٿا. جنهنڪري هرسال زمين جي واڌ ٿئي ٿي ۽ ان ئي زمين تي تمر اچا وڌيڪ پکڙجي ٿو پاڪستان ۾ تمر جي ٻيلن جي پکيڙ 1966ع ۾ 486، 249 هيڪٽر ڪتي وئي هئي، جيڪا گهڻي ڀاڱي سنڌونديءَ جي چوڙ واري علائقي ۾ هئي. سنڌو ڊيلٽا ۾ تمر جو تعداد دنيا ۾ پنجين نمبر تي هو. مڪران واري ڪنڌيءَ تي تمر ويهن هيڪٽرن تي آهي. 1947ع کان اڳ واري برطانوي رڪارڊ کي سامهون رکي ڏسي سگهجي ٿو ته چند صدين اندر سنڌو ڊيلٽا ۾ وڏي تبديلي آئي آهي. ان وقت سنڌوءَ جا مکيه وهڪرا، ڪراچيءَ لڳ سمنڊ ۾ چوڙ ڪندا هئا. تمر جا وڻ هن وقت جي ڀيٽ ۾ وڏا ۽ گهاٽا هوندا هئا. اندازو آهي ته ڪجهه واري رڻ ڏانهن آخري ڀيرو چوڙ وقت، اولهه پاسي تمر جا ٻيلا گهٽيا ۽ ڏکڻ طرف وڌيا. درياهي چوڙ ۽ تمر جي ٻيلن ۾ اها ڦير گهير هاڻي به جاري آهي. 1999ع ۾ سنڌ اندر آيل سامونڊي طوفان کان پوءِ ضروري ٿي پيو ته تمر جي ٻيلن تي، هنگامي بنيادن تي ڌيان ڏنو وڃي، ڇو ته اهي ٻيلا طوفانن ۽ ٻين آفتن کان بچڻ لاءِ قدرتي محافظ جو ڪم ڏين ٿا. تمر جا ٻيلا اصل گهاٽن وڻن ۽ ٽارين تي مشتمل هوندا آهن. هي وڻ پوکڻ بعد 10 سالن اندر تيار ٿين ٿا ۽ اُنهن جي عُمر سئو سال يا اُن کان به وڌيڪ ٿئي ٿي. جيڪڏهن ڪراچيءَ جي ساحلي علائقي کان ڏکڻ اوڀر طرف پاڪ-ڀارت سرحد پاسي، ڪناري سان گڏوگڏ، 240 ڪلوميٽر مفاصلو طئي ڪبو ته اسان کي تمر جا هزارين وڻ نظر ايندا. سنڌ جي ڊيلٽا جي ڪُل ايراضي ڇهه لک ايڪڙ آهي، جڏهن ته تمر جا ٻيلا فقط هڪ لک ڇاهٺ هزار ايڪڙ ايراضيءَ تي پکڙيل هئا. تمر جي ٻيلن ۾ مڇي آنا لاهيندي آهي. اتي ئي ڪيڪڙا ۽ جهينگا به پلجن ٿا. قسمين قسمين رنگين پکي به هنن ٻيلن ۾ رهندا آهن. ڊالفن مڇي به هنن ٻيلن سان گڏ سمنڊ ۾ ملي ٿي. تمر جا هي وڻ، پکين ۽ آسپاس جي زمين کي آڪسيجن مُهيا ڪن ٿا. آسپاس جي زرخيز مِٽيءَ کي سمنڊ ۾ ڪِرڻ کان روڪين ٿا ۽ مال لاءِ گاهه ۽ اُنهن علائقن ۾ رهندڙ غريب ملاحن کي گهرن ۽ ٻيڙين ٺاهڻ ۽ ٻارڻ لاءِ ڪاٺيون مُهيا ڪن ٿا. وڏي ڳالهه ته اِهي ٻيلا سامونڊي طوفان کان آبادين کي تحفظ ڏيڻ ۾ مددگار ثابت ٿين ٿا. تمر جي ٻيلن جي تباهيءَ جو هڪ ڪارڻ ڪراچيءَ جي ساحل تي قائم صنعتن مان نڪرندڙ زهريلو پاڻي ۽ گندگيءَ آهي. اهو پاڻي ۽ گندگي ملير ۽ لياري ندين ذريعي، هنن علائقن ۾ پهچي، تمر جي وڻن جي طبعي عُمر کي گهٽ ڪري ٿو. مختلف صنعتي يونٽن مثلاً: ڪورنگيءَ ۾ قائم چمڙي جي ڪارخانن مان وڏي مقدار ۾ خارج ٿيندڙ ڪروميئم (Chromium) مليل پاڻي، مختلف رفائنرين مان خارج ٿيندڙ تيل ۽ اسٽيل مل، پورٽ قاسم، ڪورنگي پاور پلانٽ، ويسٽ وهارف پاور پلانٽ ۽ سنڌ الڪليز مان خارج ٿيندڙ ڪيميڪل سمنڊ ۾ ڪرن ٿا ۽ هنن ٻيلن کي نقصان پهچائين ٿا. اهڙيءَ طرح ڪراچيءَ مان روزانو لکين گيلن گندو پاڻي هنن ٻيلن کي نقصان رسائي ٿو پر اسان وٽ ڪهڙيل وسيلا ايترا نه آهن جو ان سموري گندي پاڻيءَ کي صاف ڪري سگهجي ماحولياتي آلودگيءَ بابت ڪم ڪندڙ هڪ عالمي تنظيم (International Union for Conservation of Nature- IUCN) جي سروي مطابق، 1892ع ۾ ڪوٽڙي بئراج کان هيٺ 150 ملين ايڪڙ فوٽ سيلابي پاڻي تمر جي ٻيلن کي آباد ڪندو هو جيڪو بعد ۾ جُتني صوبن ۾ سنڌو درياهه جي پاڻيءَ جي ورڇ کان پوءِ گهٽجي 10 ملين ايڪڙ فوٽ



تمر جا ٻيلا

ٿي ويو. سيلابي پاڻيءَ جي گهٽ وهڪري جي نتيجي ۾، ڊيلٽا جي علائقن ۾ لوڻياٺ ۾ تمام گهڻو اضافو ٿيو. جنهنڪري تمر جي وڻن کي گهڻو نقصان پهتو. تمر جي ٻيلن ۾ ٿيندڙ ڪوٽ جو هڪڙو سبب اهو به آهي ته اُنهن وڻن جي وڏي پئماني تي وَڍ به ٿي آهي. هڪ سروي موجب مقامي آبادين جو هر گهر هڪ مهيني ۾ سراسري 173 ڪلو گرام ڪاٺيون، تمر جي وڻن مان حاصل ڪري ٿو. سمنڊ جي مٿاڇري جو ٿيندڙ لاڳيتو اضافو به تمر جي ٻيلن کي متاثر ڪري رهيو آهي. هاڻي ته ڪوٽڙيءَ کان هيٺ مقرر حد وارو پاڻي به نه ٿو وڃي. نتيجي طور، نه رڳو تمر جا ٻيلا ختم ٿي چڪا آهن، پر مڇيءَ جي نرسري پيدا ٿيڻ بند ٿي وئي آهي. نتيجي طور سنڌ کي وڏو مالي نقصان پهچي رهيو آهي. پاڻيءَ جي اڻاٺ سبب سمنڊ جو پاڻي مٿي چڙهي اچڻ ۽ ڊيلٽائي زمين جي نه لَهڻ سبب زمينون ڪلرائيون ٿينديون رهن ٿيون. تمر جي ٻيلن جي خاتمي سان مڇي پيدا ٿيڻ جي نرسري ختم ٿي وئي آهي. ان ڪري ضروري آهي ته سنڌو درياهه مان ڪوٽڙيءَ کان هيٺ مقرر پاڻي ڇڏيو وڃي. ان لاءِ مرڪزي حڪومت کي خاص ڌيان ڏيڻ گهرجي ۽ سنڌ جي هن اهم مسئلي کي حل ڪرڻ گهرجي، ٻيءَ صورت ۾ سنڌ جي ماحول (Ecology) کي وڏي نقصان رسڻ جو امڪان آهي. تازو 2009ع ۾ ڪيل هڪ سروي موجب سنڌ جي ساحلي پٽي، خاص ڪري ضلعي ٺٽي ۽ بدين ۾ سمنڊ روزانو 80 ايڪڙ کن زمين ڳڙڪائيندو پيو وڃي ۽ ماهرن موجب تمر جا ٻيلا پوکڻ سان سمنڊ جي پاڻيءَ کي روڪي سگهجي ٿو.

**تَمَر فقير**: "تمر فقير"، شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو وڏو خليفو، راڳائي ۽ شاهه جي راڳ جي سلسلي کي ڪائڻ پوءِ جاري رکندڙ هو. عربيءَ ۾ "تمر"

ڪجيءَ ڪي چوندا آهن ۽ روايت آهي ته تمر فقير، مديني شريف ۾ ڪجيءَ هيٺ ڄائو هو، انهيءَ ڪري مٿس نالو "تمر" رکيائون. "تمر فقير" شاهه جي راڳ جو پهريون مُکيه قابل اڳواڻ، شاهه جي بيتن جو وڏو راوي ۽ خود شاعر هو. شاهه جي رسالي ۾ سسئيءَ جي سر مان ڪيترا بيت ۽ وايون تمر فقير جون ۽ ڪلام گڏجي ويو آهي. تمر فقير شاهه لطيف وانگر ڪيترن سرن ۾ بيت ۽ وايون چيون، سندس شاعريءَ تي شاهه سائينءَ جو رنگ غالب آهي. چون ٿا ته تمر فقير، شاهه سائينءَ جي ڪلام کي ترتيب ڏئي ٻه بياض تيار ڪرايا هئا. شاهه سائينءَ جي وفات کان پوءِ تمر فقير جڏهن ڪڇ جي سفر ڏانهن اُسهيو ته شاهه جي ڪلام جو هڪڙو نسخو اڏيري لال جي سيدن وٽ ڇڏيائين ۽ ٻيو پاڻ سان گڏ ڪڇ کڻي ويو.

تمر فقير 1181هه/ 1767ع ۾ وفات ڪئي، سندس تربت شاهه صاحب جي روضي جي ٻاهر اولهه طرف آهي، جتي مٿس چوڪنڊي ٺهيل آهي.

تمر فقير پنهنجي زندگيءَ جي سفر، ڪڇ ڏانهن وڃڻ ۽ موٽڻ سبب شاهه صاحب جي مڙني فقيرن ۾ نشانبر رهيو ۽ شاعر هئڻ ڪري مشهور ٿيو هونئن حاضريءَ جي سيني فقيرن ۾ تمر فقير ننڍو ٻه هو شاهه صاحب جي خدمت جا فقط چند سال زنده رهيو. ڪانئس وڏيءَ عمر جي فقيرن ۾ محبت فقير سالارو (تمر جو چاچو)، محمد عالم ڏيرو، عبدالواسع سالارو، سڪر فقير، ڪمال فقير، اجن فقير، اسماعيل فقير سمون، سيد نهال شاهه، وڳند فقير، محمد رحيم (منشي)، عنايت فقير وساڻ، عبدالجميل انڙ، ونهيون فقير، سومرو فقير خانپوري، رحمون فقير (ٻورچي)، راول فقير، عارف فقير ٽيهو، سيد تقي شاهه، عرس فقير ساند ۽ عمر فقير سهتو وغيره آهن.

تمر فقير جي پيءُ جو نالو صحبت فقير هو ۽ ذات جو سالارو هو. ڀٽ شاهه کان پنج ميل ڏکڻ اولهه ڏانهن ڪنڊوءَ جي ويجهو بلند شاهه جو ڳوٺ هو. سالار اصل ۾ هالا ذات جا آهن".

قادن شاهه لکيو آهي ته: "عام روايت آهي ته تمر فقير جي والدين کي اولاد ٿيندو ئي ڪونه هو هڪ ڀيري ڏاڍيءَ سڪ ۽ سوز سان اچي شاهه ڀٽائيءَ کي عرض ڪيائون ته قبلا اسان لاءِ درگاهه الاهيءَ ۾ دعا گهُرو ته ڪو خير جو اولاد ٿئي". چون ٿا ته شاهه صاحب هنن لاءِ دعا گهُري. تمر فقير جا والدين حج تي ويا. اُتي صحبت فقير جي گهرواري اميد سان ٿي. اُتي ئي رهي پيا هئا. تمر اُتي ئي ڄائو جڏهن وطن وريا ته شاهه حبيبؒ گذاري چڪو هو. مرشدن سان ملڻ ۽ عذرخواهيءَ لاءِ ويا. شاهه صاحب ننڍڙي تمر کان پاڻوهه سان نالو پڇيو هن "حاجي علي " ٻڌايو ته شاهه صاحب حضرت علي عليه السلام جي ادب سبب ننڍڙي جو نالو 'تمر' تجويز ڪيو. چاڪاڻ ته هو ڪجيءَ جي وڻ هيٺ ڄائو هو شاهه صاحب عرب عورتن جي اُن وقت خوشيءَ مان ڳايل هن گيت جو ٻه اشارو ڏنو:

فوق مطر-تحت التمر-لبن البقر-هات الله هات الله

(مٿان مينهن، هيٺان ڪجور، ڳئون جو کير-ڏي الله ڏي الله).

ڊاڪٽر دائودپوٽي جو خيال آهي ته تمر فقير 1150 هه ۽ 1155هه جي وچ ۾ ڄائو اُنهيءَ اندازي موجب شاهه صاحب جي وفات وقت 13- 14 سالن جو هوندو. اُن ڪري شاهه صاحب سان ربجهه رهڻ ۽ مبين عنايت شاهه ڏانهن نصرپور وڃڻ واريون روايتون شڪي ٿي پون ٿيون، پر تمر جو اڳواڻ هئڻ يا سندس شاعري ٻڌائين ٿيون ته دائود پوٽي صاحب جو مفروضو درست نه آهي.

مير عبدالحسين سانگي پنهنجي تصنيف "لطائف لطيفي" ۾ لکي ٿو ته. "تمر فقير جا وڏا اصل کان شاهه لطيف جي والد شاهه حبيب جا مريد ۽ معتقد هئا"، تمر ننڍپڻ کان ئي شاهه صاحب جي صحبت ۾ رهيو ۽ سندس رنگ ۾ رڱجي ويو روحانيت جو مقام شاهه صاحب جي صحبت ۾ ئي طئہ ڪيائين. هي ڪڏهن ٻه شاهه صاحب کان پري نه ٿيو ۽ شاهه صاحب ٻه ڪيس پٽن وانگر پائيندو هو.

تمر فقير هڪ اهل دل درويش هو ۽ هميشہ درگاهه لطيف تي فقير فقراءِ جي خدمت چاڪري پيو ڪندو هو مسجد جي امامت ٻه خود ڪندو هو سيد جمال شاهه کي هميشہ ڪٽڪو رهندو هو ته متان مريد تمر ڏانهن متوجهه ٿين، ان ڪري تمر فقير، سيد جمال شاهه جي ڪٽڪي کي دور ڪرڻ لاءِ ڪڇ ڏانهن راهي ٿيو ڪڇ ويندي پهرين منزل دائري شريف (اڏيري لعل) جي سيدن وٽ ٿيس، جن سندس گهڻي خاطرداري ڪئي ۽ اتان موڪلائڻ وقت سيدن وٽ "گنج" (شاهه جي ڪلام جو قلمي نسخو) امانت طور رکي ويو جلاوطنيءَ جا ڪيترا سال اُتي گذارڻ کان پوءِ ڀٽ شاهه ڏانهن رخ ڪيائين. پر ڀٽ شاهه تي پهچڻ کان اڳ ئي هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو.

بهرحال ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته تمر فقير شاهه صاحب جي وفات کان پوءِ ڀٽ جي سيدن جي باهمي اختلافن کان پاڻ بچائڻ خاطر ڪڇ هليو ويو هو. ساڻس گڏ چند ماڻهو هئا. هي درويش تنبورو ۽ رسالو ساڻ ڪري اُڏيري ۽ بدين کان ٿيندو ڪماڳون پهتو هي مقام ڀج کان 9 ميل پري آهي. ڪڇ جو راجا ٻه دعا گهرڻ لاءِ وٽس آيو هو ڪماڳون ويجهو تمر فقير جا 'پونئرا' موجود آهن. آخري ڏينهن ۾ مرشد جي ڇڪ سبب اُتان واپس ڀٽ ڏانهن روانو ٿيو. ڏاچيءَ تي سوار هوندي واٽ تي دم ڏنائين. ڪيس درگاهه ڀٽ شاهه جي احاطي ۾ دفن ڪيو ويو هن وقت سندس سلسلي جي گاديءَ تي فقير الله بچايو تمراڻي آهي، جيڪو لطيف سائينءَ جي راڳ جو اڳواڻ ٻڻ آهي.

تمر فقير، ڀٽ شاهه تي شاهه جي راڳ جو اڳواڻ هو. ڪانئس پوءِ ڪمال فقير ۽ يعقوب فقير (شُهيد) راڳ جي اڳوائي ڪئي. اسماعيل فقير الياس فقير کي مقرر ڪيو الياس فقير کان پوءِ مراد فقير ٻگهيو اڳواڻ ٿيو ان کان پوءِ ٻيا ڪيترا فقير هي منصب ماڻيندا آيا ۽ ويهين صديءَ جي ٻوئين اڌ ۾ گادي نشين پير غلام شاهه لطيفي راڳ جو سرواڻ ٿيو.

تمر فقير جو گهڻو ئي ڪلام هو پر محفوظ ٿورو رهيو آهي. هُو شاهه صاحب جهڙي آسمان ادب جي آفتاب جي اثر هيٺ اُسريو. هن جي شاعريءَ جو رنگ ساڳيو آهي، جنهن ۾ رسالي جو روح قائم رکڻ جي ڪوشش ڪئي اٿس. مختلف سندس سُرن ۾ ڪلام موجود آهي. ڪڇ ۾ هو ته آستانِ لطيف جي سِڪ ڪانئس هيٺيون شعر چورايو:

هُو پونگا هُو ٻيٺيون، هُو مارُن جا مڪان،
ڪي ڏينهن هتي جيڏئين، هٿا گهيڻ سان گذران،
سي هنڌ پسي سومرا، هينئڙو ٿيو حيران،
مارو هٿا مهمان، اُنـي ويئڙا اُڪري.

شاهه صاحب جو اثر ۽ سِڪ تمر وٽ سرس موجود آهي. شاهه صاحب کي پل پل ياد ڪندو هو مرشد کي رامڪليءَ ۾ هيئن ٿو ياد ڪري:

رام جنهن جي روح ۾، تن ڪيو ڪاپڙين ڪمال،
جنين پاتو، تنين ماڻيو، جانب جو جمال،
تنين جو تمر چوي، هُئي موچارو حال،
او نانگا ٿيا نهال، پچن گس گروءَ جو.

**تمر فقير جو ڪلام** (ڪتاب): شاهه لطيف جي وڏي خليفي تمر فقير جي ڪلام تي مشتمل هيءَ ڪتاب، سيد قادن شاهه بخاريءَ جو ترتيب ڏنل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جا 105 صفحا آهن ۽ قيمت ٻه رپيا آهي. ڇاپو پهريون، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، يونيورسٽي پريس، حيدرآباد مان سال، 1970ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**تَمغو**: سلطاني مُهر، سون يا چانديءَ جو ٻلو، جيڪو ڪنهن نمايان ڪارنامي يا خدمت جي ڪري ڪنهن کي انعام طور ڏنو ويجي. پاڪستان ۾ فوجي ۽ سويلين (شهري) ماڻهن کي مختلف تمغا ڏنا ويندا آهن، جيئن تمغهِ حسنِ ڪارڪردگي ۽ ستاره امتياز وغيره.

**تمغهِ حسن ڪارڪردگي**: پاڪستاني حڪومت جو صدارتي ايوارڊ پاڪستان حڪومت پاران مختلف ميدانن ۾ ملڪ جي خدمت ڪندڙ عالمن، اديبن، فنڪارن، سائنسدانن، استادن ۽ ٻين خدمتون بهتر انداز ۾ سرانجام ڏيندڙن کي هر سال اهو اوارڊ ڏنو ويندو آهي، جنهن جو اعلان 23 مارچ تي ڪيو ويندو آهي ۽ 14 آگسٽ تي اهو انعام ڏنو ويندو آهي، سنڌ مان پڻ ڪيترن ئي شعبن ۾ اهو اعزاز گهڻين شخصيتن کي مليو آهي، جن ۾ عالم، اديب، شاعر، اداڪار ۽ فنڪار شامل آهن.

**تمغهءِ جرئت**: هي اعزاز پاڪستان جي ٽنهي فوجي ۽ نان ڪميشنڊ آفيسرن ۽ جوانن لاءِ آهي. هي تمغو ڪانسيءَ جو اڇي ربن، ڳاڙهي ۽ اڇي ريشمي پٽي جو ٿئي ٿو. هي برطانيه جي ملٽري ميڊل جي برابر آهي. تمغهءِ جرئت حاصل ڪندڙ هر فرد کي ماهوار الڳ مقرر الائونس پڻ ڏنو ويندو آهي. 1965ع واري جنگ ۾ 148 مجاهدن هي اعزاز حاصل ڪيو. جنهن ۾ 56 شهيد بہ شامل هئا.

**تمڪ** (ساز): تمڪ نندڙي نغاري جهڙو طبلي نواز ساز ٿيندو آهي، گهڻو ڪري شادين ۾ عورتون وڄائينديون آهن. عابده پروين بہ پاڻ سان جيڪا نغاري طبلي نما ساز وڄرائيندي آهي، تن کي تمڪ چئبو آهي اهي سائيز ۾ تمام ننڍا ٿيندا آهن.

گرونانڪ جي گرنٿ صاحب کي مختلف سرن ۾ ڳايو ويندو آهي، جن سان بہ تمڪ وڄايو وڃي ٿو هي جوڙي ٿيندي آهي، جن کي ڏونڪن سان ضرب هڻي وڄايو ويندو آهي. جوڙجڪ باقي سڄي نغاري جهڙي اٿس.

**تُمن/ تُومانُ**: هي اصل ترڪي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جيڪو "ڏهه هزار" جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندو آهي. مغلن جي دور ۾ ڏهه هزار سپاهين جي جٿي کي "تُمن" چوندا هئا. ايران جي ڪن علائقن ۾ چانديءَ جا سڪا ناهيا ويندا هئا. اول وڏا ۽ ڳرا سڪا، پوءِ ننڍا ۽ هلڪا ضرب ڪيا ويندا هئا. وڏين رقمن جو شمار ڏهه هزار دينارن جي تومانن ۽ سٺ هزار درهم جي تومانن ۾ ڪيو ويندو هو (دينار ۾ ڇهه درهم هوندا هئا). سنڌ ۽ بلوچستان ۾، بلوچن جي وڏي قبيلي کي "تمن" چوندا آهن. يعني اهڙو قبيلو جنهن جي آدمشماري ڏهن هزارن ماڻهن کان وڌيڪ هجي. هن وقت بلوچن ۾ لغاري تمن، بزدي تمن ۽ جمالي تمن وغيره موجود آهن.

**تميزالدين، مولوي**: قومي اسيمبليءَ جي اڳوڻي اسپيڪر ۽ تحريڪ پاڪستان جي اهم ڪارڪن. مولوي تميزالدين خان، مارچ 1889ع ۾ خانخان لور، ضلعي فريدپور (بنگلاديش) ۾ جنم ورتو ابتدائي تعليم فريدپور مان حاصل ڪرڻ بعد ڪلڪتي مان ايم. اي ۽ ايل. ايل. بي جون ڊگريون ورتي وڪالت ڪيائين. 1921ع ۾ خلافت تحريڪ ۾ حصي وٺڻ تان هڪ سال ڇهه مهينا جيل ۾ رهيو 1922ع ۾ ڊسٽرڪٽ بورڊ فريدپور جو صدر چونڊيو ويو 1925ع ۾ بنگال اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو 1937ع عام چونڊن ۾ مسلم ليگ جي ٽڪيٽ تي بنگال اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو. 1938ع ۽ 1942ع ۾ بنگال اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊجي وزير ٿيو 1946ع جي عام چونڊن ۾ مسلم ليگ جي ٽڪيٽ تي مرڪزي اسيمبليءَ جو ميمبر منتخب ٿيو پاڪستان ٺهڻ بعد پاڪستان جي پهرين دستور ساز اسيمبليءَ جو نائب صدر ٿيو جڏهن تہ قائداعظم محمد علي جناح صدر ٿيو. قائداعظم جي وفات کان پوءِ مولوي صاحب کي صدر جي عهدي تي چونڊيو ويو. 1954ع ۾ جڏهن گورنر جنرل ملڪ غلام محمد دستور ساز اسيمبلي ٽوڙڻ جو حڪم جاري ڪيو تہ مولوي تميزالدين وڏيءَ جرئت جو مظاهرو ڪندي، ان قدم کي سنڌ چيف ڪورٽ ۾ چئلينج ڪيو جنهن مولوي صاحب جي حق ۾ فيصلو ڏيندي، گورنر جنرل جي قدم کي غيرقانوني قرار ڏنو پر حڪومت فيڊرل ڪورٽ ۾ اپيل داخل ڪري، زوريءَ فيصلو گورنر جنرل جي حق ۾ ورتو ۽ اسيمبلي ٽوڙڻ جي فيصلي کي برقرار رکي، نئين چونڊن ڪرائڻ جو فيصلو ڪرايو. ان کان پوءِ مولوي تميزالدين ڪجهه عرصي لاءِ عملي سياست کان ڪناره ڪش رهيو. 1962ع ۾ ايوب دور ۾ نئين آئين لاڳو ٿيڻ کان پوءِ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. مولوي صاحب ڪيترائي ڪتاب لکيا. زندگيءَ جي آخري ڏينهن ۾ پنهنجي آتم ڪهاڻي لکڻ ۾ مصروف هو پر زندگيءَ ساٿ وفا نہ ڪئي ۽ 19 آگسٽ 1965ع تي وفات ڪري ويو.

**تَميمِي**: بنو مرح بمعروف بنو تميم جي اولاد مان عرب (صديقي) آهن. محمد بن قاسم سان گڏ آيا هئا. سنڌ جا ٿهيم ٻين عام مسلمانن وانگر پاڻ کي تميمي سڏائيندا آهن. جاتيءَ جو نامور اديب رسول بخش ٿهيم بہ پاڻ کي "رسول بخش تميمي سڏائيندو آهي. (وڌيڪ ڏسو: ٿهيم)

**تُنَ**: سوراخ، ٻيڙيءَ ۾ ٿيل ننڍڙا سوراخ.

ويئو تُنَ تنيس، مک ڏيهاڻي مَڪُڙي (شاهه)

**تُنَ**[2]: ڪوُنري جي تُنِ. ڪنهن بہ سوراخدار ٿانءَ ۾ اها جاءِ، جتان پاڻي وغيره وهڻ لاءِ سوراخ هجي.

**تُنَ**[3]: پرت جو هڪ قسم، خاص ڪري ٿر ۾ اهو پريو ويندو آهي. اهو پرت وهاڻن ۽ چادرن تي پريو ويندو آهي. ان ڪانسواءِ ڪٽي ڪو ڪپڙو ڦاٽي پوندو آهي تہ ساڳئي رنگ جي ڌاڳي سان تُن پري پائبو آهي. اهو پرت هرمَچ پرت واري نموني جو ٿيندو آهي. ڪپڙي جا سوراخ ڌاڳي سان پرڻ جي عمل کي بہ "تن" چئبو آهي.

**تَناسُخ**: مرڻ بعد روح جو ٻئي قالب ۾ اچڻ. (ڪن اڳاٽن مذهبن جي عقيدي موجب) روح جي ڪن عملن مطابق مرڻ کانپوءِ ٻئي جسم ۾ اچڻ جي حالت. هندي ٻوليءَ ۽ هندو ڌرم روح جي انهيءَ عمل کي "آواڳون" چوندا آهن. هن اصطلاح کي سنڌيءَ ۾ "جُون مٽائڻ"، يا "قالب بدلائڻ" چئي سگهجي ٿو. يعني روح هڪڙي جسم کي ڇڏي، ٻئي جسم ۾ داخل ٿئي. هند-سنڌ ۾ هندو مذهب وارا انهيءَ عقيدي ۾ يقين رکن ٿا، جنهن موجب انسان ست جنم وٺي ٿو ۽ نيڪ انسان کي ٻيو روپ بہ سٺو ملي ٿو ۽ خراب کي روپ بہ خراب ملندو آهي. اسلامي دنيا ۾ صرف ڪي فرقا انهيءَ اعتقاد جا حامي آهن. البيروني، تناسخ تي هڪڙي باب ۾ لکيو آهي تہ. جيئن علمي اخلاص سان

شهادت مسلمانن جو ايمان آهي. تثليث، نصرانيت جي علامت آهي ۽ 'سنبت' ملهائڻ يهوديت جي نشاني آهي. تيئن تناسخ هندو مذهب جي علامت آهي. علامه شهرستانيءَ جي خيال ۾ تناسخ مان مراد اهو عقيدو آهي، جنهن مطابق دنيا ۾ 'حيات' جو سلسلو هر دور ۾ نئون وجود اختيار ڪري ٿو. چنڊ تارا ۽ سج وغيره هڪڙو دور پورو ڪري، ٻئي دور جو آغاز ڪن ٿا. ۽ وري ساڳئي نڪتي تي اچن ٿا، جتان شروع ٿيا هئا. اهڙيءَ ريت ڪائنات جي زندگيءَ جو نئون دور هيو پيرو شروع ٿي وڃي ٿو. هند جا گهڻا ماڻهو انهيءَ "دور ڪبريٰ" جو مدو 30،000 (ٽيهه هزار سال) ليکين ٿا، ڪي ٽي لک سال شمار ڪن ٿا. مسعوديءَ به انهيءَ دور جو ذڪر ڪري ٿو ۽ ان جو مدو 70 هزار سال ڄاڻائي ٿو. مسلم فلسفي موجب، الاهي روح جي دنيا جي مخلوق ۾ حلول ڪرڻ (واسو ڪرڻ) يا ورهائجي وڃڻ کي "تناسخ" چيو ويو آهي. شهرستانيءَ جي چوڻ موجب 'غُلاة'، جيڪو هڪ انتها پسند مذهبي ماڻهو هو، سو "تناسخ" جو قائل هو. ۽ ڪن ماڻهن ۾ "الاهي وجود" جي جُزوي يا ڪُلي حلول کي مڃيندو هو. انهيءَ قسم جي تناسخ کي مڃڻ وارا جدا جدا قومن ۾ به هئا، جن اهو خيال مزدڪ، مجوس ۽ هند جي برهمڻن کان ورتو هو. "هُجويري"، صوفين جي هڪڙي گروهه جو ذڪر ڪندي کين 'حلولي' چوي ٿو. وڌيڪ چوي ٿو ته سمورا اهل هند، ٿبيٽي (تبتي) ۽ چيني وغيره انهيءَ عقيدي جا آهن.

تناسخ جي فلسفي بابت ڪجهه سائنسدانن جن ۾ : مٽنڊل ۽ پروفيسر ٽي. ايچ مورگن شامل آهن جينس (Genes) ۽ ڪروموسومس وسيلي منتقليءَ واري قدرتي عمل تي تجربا ڪري، اهو ثابت ڪيو ته "اڄ کان هزارين سال اڳ گوتم ٻڌ جي تناسخ اجسام (ميٽم سائڪوسس) وارو عقيدو صحيح آهي. اهڙو عمل قدرت جي قانون هيٺ سڄي ڪائنات ۾ بنا ڪنهن رنڊ روڪ جي جاري آهي."

**تنبڙيا**: ڪي مهاڻا سنبيءَ سان تنبي تي پلا مارين‍دا آهن، اهي تنبا ٺامي جا، گول ڪدوءَ جي تنبي وانگر ٺهيل هوندا آهن ۽ اندران پورا هوندا آهن. جن تي سٽ جا "اٽهه" مڙهيل هوندا آهن. ڪدوءَ جا تنبا هاڻي گهٽ استعمال ٿين ٿا. هاڻي گهڻو ڪري ٺامي جا ماٺيءَ نموني تنبا استعمال ٿيندا آهن.

**تنبَڻ**: هڪ قسم جو شڪاري پکي. باز پکيءَ جو هڪ قسم، جنهن جو رنگ اڇو ۽ ڪار چٽو هوندو آهي ۽ ان جي ڇهنب ڏگهي ۽ ڪاري ٿيندي آهي، اُڏامندي هڪ جاءِ تي ڪنپ هڻي بيهي ڪوئن وغيره جي شڪار کي تاڙي پوءِ مٿان لوهه ڏئي حملو ڪندو آهي. (وڌيڪ ڏسو: ڪوئا مار)

**تنبوُ**: ڪپڙي مان ٺهيلُ هڪ قسم جو عارضي آستانو، جيڪو ڪيترن ٿي قسمن جو ٿيندو آهي، جهڙوڪ 'يڪ چوبو'، 'دوچوبو'، 'شاميانو' ۽ 'خيمو' وغيره.

**تُنبو**: هڪ قسم جو ڪدو جنهن جي کل سخت ۽ ٿلهي ٿئي. ان کي اندران پورو ڪري ان مان ڪيترائي ڪم ورتا وڃن ٿا. تنبڙيا هن خالي ڪوکي جي مٿان پيٽ رکي درياهه پار ڪندا آهن. فقير هن جو ڳر الڳ ڪري سڪائي ان جو ڪشتو ۽ يڪتاري جو تنبو ٺاهيندا آهن. اڪثر ويڻائن ۾ به اهو لڳايو ويندو هو جنهنڪري يڪتاري توڙي ويڻائن ۾ تارن جي جهنڪار سٺي ٿئي.



**تُنبو**[2]: سُکل ڪَدو، جنهن جا ڪيترائي قسم آهن: جهڙوڪ گول، گول ۽ چپٽرا، گول بيضوي وغيره. ڪَدوءَ جي کل سُڪڻ کان پوءِ نهايت سخت ٿي ويندي آهي: انهيءَ سڪل کل واري ڪدوءَ کي "تُنبو" چوندا آهن. تُنبو ڪيترن ئي ڪمن ۾ استعمال ٿيندو آهي. ڪيترائي ماڻهو بيضوي نُنڍي تُنبي جو مٿيون حصو ڪٽي، اندران خالي ڪري، اتي ڀاٽ رکڻ لاءِ لوٽيءَ وانگر استعمال ڪندا آهن. اهو گول ۽ چپٽرو ڪدو، مهاڻا چيلهه سان ٻڌي يا ڇاتيءَ تي رکي تري پار ويندا آهن. خاص "تُنبو" اُن کي چوندا آهن. ننڍو ۽ گول چپٽرو سڪل ڪدو يڪتاري ٺاهڻ ۾ ڪم ايندو آهي. اهڙيءَ طرح تُنبو گهڻن ئي ڪمن ۾ استعمال ٿيندو آهي. ننڍو گگهيءَ جي شڪل جهڙو سُڪل ڪدو، جنهن کي اڌو اڌ ڪري فقير خيرات وٺندا آهن، اُن کي تُنبي سڏبو آهي.

**تنبور/ طنبور** (ساز): هي منفرد ساز شاهه عبداللطيف ڀٽائي رح جي ايجاد آهي ۽ سندس دور کان پوءِ سندس ڳائڻن، فقيرن ۽ ٻين موسيقارن وٽ استعمال ۾ آهي. غالباً هي ساز، شاهه صاحب، عربي ۽ ايراني موسيقيءَ کان متاثر ٿي ايجاد ڪيو. تنبور، تانپوري وانگر آهي، جيڪو مصرين جي ايجاد آهي. ٻرعالم چون ٿا ته دنبوري کي وڌائي پيش ڪيو ويو آهي، جنهن ۾ اڳي ٽي تارون هيون، شاهه صاحب هن دنبوري جي جسامت وڌائي، ان ۾ تارن جو تعداد پنج ڪري ڇڏيو. برصغير ۾ ڇهن تارن وارو ساز چؤتارو به موجود آهي، جيڪو گلوڪار جي آواز جي آس ڏيڻ لاءِ ڪم ايندو آهي.



شاهه صاحب تنبوري ۾ پنجين تار جو اضافو ڪيو ۽ ساز جي لئي لاءِ اهڙي نموني بنايو، جو تال جو ڪم به ڏيڻ لڳو. تنبوري جي پنجن تارن جي ورهاست هن نموني ڪئي ويئي آهي، پهرين تار کي "گهُور" چيو ويندو آهي. ان کي مٿر استان جي ڪرج سان ملايو ويو آهي، ان کان پوءِ ٻن تارن کي "جاڙيون" چيو ويندو آهي، انهن مان مٿم استان جي ڪرج نڪرندي آهي. چوٿين تار کي "زبان" چيو ويندو آهي، جنهن مان مٿر استان جو پنچم سُر ڪڍيو ويندو آهي، پنجين تار "ستا" تي نڪرندي آهي. اها لطيف سائينءَ جي ايجاد آهي. ان جو اهو فائدو ٿيو آهي، جو ڳائيندڙ پنهنجو بنيادي آواز سُر ڪرج جي بجاءِ پنچم کان شروع ڪندا آهن ۽ پوءِ ٽيپ استان ۾ اچڻ وقت سندس آواز تمام اوچو ٿي ويندو آهي. اهو طريقو ايران ۽ مصر ۾ اڄا تائين مروج آهي. هن تنبور جي ايجاد کان پوءِ ڳائيندڙ کي تال جي ڪنهن ساز جي ضرورت نٿي پوي، ڇاڪاڻ ته هو انهن ڀرپور تارن تي جنهن وقت مضراب هڻندا آهن ته ساز سان گڏ تارون تال جو ڪم به ڏينديون آهن.

پهريون تنبورو شاهه صاحب ٺٽي مان ٺهرايو ۽ اهو ساڳيو تمر فقير ڪنيو جيڪو "شاهه جي راڳ" جو اڳواڻ ٿيو. اهو تنبورو تاحال تمر فقير واري اوطاق ۾ رکيل آهي. هر جمعي جي رات راڳ جو اڳواڻ فقير اول

انهيءَ تنبور تي وڏائي خاطر تند هئي. پوءِ پنهنجي تنبوري تي ويهي ڳائيندو آهي. هن وقت اهو دنبورو نازڪ حالت ۾ آهي. هي يڪ پاندو تنبور، هڪ ٺي ڪاٺيءَ مان ڪوري ٺاهيل آهي. چون ٿا ته پٽائي صاحب جي وقت ۾ ٺٽي ڪان موتي ۽ گوپال ڪاريگر آيا، جن پٽ تي ويهي اهي تنبورا ٺاهيا. ان کان پوءِ ڦاڪدار تنبورو يعني هڪ ڪان مٿي ڪاٺ جي ٽڪرن جي جوڙ مان ٺاهيا. تمرواري تنبوري کان پوءِ ٻه ٻيا تنبورا هڪ فقير محمد عالم ڏيري جو ۽ ٻيو تمر فقير جي ڪنهن سالڪ جو ٺهيو جنهن کي شاهه سائينءَ وڄايو.

**تنبيهہ الجاهلين:** هيءُ ڪتاب پهريون دفعو 1290هه/ 1873ع ۾ بمبئيءَ مان ڇپيو جيڪو قاضي محمد ابراهيم، هريبه لنگوس پريس مان ڇپايو ٻيو ڇاپو بمبئيءَ جي ناشر قاضي نورمحمد ابن عبدالڪريم مطبع ڪريميءَ مان سال 1336هه/ 1917ع ۾ شايع ڪرايو هو هن ڪتاب جو ٽيون ڇاپو مسٽر شولداس ٺانورداس تاجر ڪتب شڪارپور سنڌ، مفيد عام پريس، لاهور، مان ڇپائي پڌرو ڪيو مذڪوره ٽنهي نسخن ۾ ڪٿي به ان جي مؤلف جو نالو ڄاڻايل نه آهي. سر رچرڊ برٽن پنهنجي ڪتاب 'سنڌ ۽ سنڌوماٿريءَ جون وسندڙ قومون' ۾ مخدوم عبدالله نليوي رحه (نريي وارو) کي هن ڪتاب جو لکندڙ ڄاڻايو آهي. ڪتاب "تنبيهہ الجاهلين" جا ڪل چار باب آهن: پهريون باب نماز پڙهڻ جي تاڪيد ۾ آهي. ٻيو باب نماز ۾ سستيءَ ۽ غفلت ڪرڻ بابت آهي. ٽيون باب ۾ رمضان شريف جي روزن جي برڪتن جو بيان آهي ۽ روزن جي تارڪ تي سخت ملامت ڪئي وئي آهي ۽ چوٿين باب ۾ بدعتن جي برائي نروار ڪئي وئي آهي. خصوصاً محرم جي پهرئين ڏهي جي رسمن بابت پڻ احڪام جمع ٿيل آهن.

**تنبيهہ الغافلين (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب 19 صدي عيسويءَ جي آخر ۾ بمبئيءَ جي علوي پريس مان ڇپيو ڪتاب جو مؤلف محمد اسماعيل آهي. تنبيهہ الغافلين، معاشرتي ۽ شخصي خرابين بابت لکيل نصيحتن جو هڪڙو ننڍڙو رسالو آهي. هن رسالي جي ابتدا الله جل شان جي تعريف سان ڪئي وئي آهي. ان کان پوءِ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي فرمان ۽ فرمودي جي پابنديءَ جي اهميت سمجهائي وئي آهي. هن ۾ پڙهندڙن کي ذهن نشين ڪرايو ويو آهي ته نبي سڳورن کان پوءِ نصيحت ڪرڻ ۽ نيڪيءَ ڏانهن سڏڻ جو فريضو عالمن تي آهي، ڇاڪاڻ ته حديث شريف موجب عالم نبين جا وارث آهن. عام مسلمانن تي فرض آهي ته عالمن جي ڪيل نصيحتن ۽ هدايتن تي عمل ڪن. تمهيد کان پوءِ "تنبيه الغافلين" کي ٻن بابن ۾ ورهايو ويو آهي. پهريون باب معاشرتي خرابين ۽ ٻيو شخصي يا ذاتي ڪوتاهين بابت آهي. هن ڪتاب جو ڇاپو ٻيو مطبع حيدريءَ بمبئيءَ، مان سال 1291هه/ 1874ع ۾ ڇپيو




**تنبية الفقراءِ (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب سورهيه بادشاهه سيد صبغت الله شاهه ثاني 'ڇهين پير پاڳاري' جي رتناگري جيل ۾ لکيل ڊائري تي مشتمل آهي. ڪتاب جي ابتدا ۾ پير پاڳاري خاندان جو شجرو ڏنل آهي، ان بعد پير صاحب مريدن ۽ خليفن لاءِ اسلامي نقط نگاهه کان هدايتون، ايمان ۽ تقويٰ، عمل ۾ اخلاص، قرآن جي علم، ڏک سک، عالمن جي عزت، عورتن جي حقن، ڪتابن جي شوق، آزادي ۽ غلامي، گفتگو جي آدابن ۽ ٻين ڪيترن اهم مذهبي ۽ سماجي مسئلن تي معلومات ڏنل آهي. سنڌ جي ماڻهن جي خاصيتن سان گڏ شاهه لطيف جي بيتن، مثنوي ۽ قرآن مان حوالا ۽ خود پير راشد 'روضي ڌڻيءَ' جي شاعري هن ڪتاب ۾ شامل آهي ۽ آخر ۾ اهو به ڄاڻايل آهي ته جيل ۾ ڪتابن تي نوٽنگ ڪرڻ ۽ لکڻ کان روڪيو ويو ٿو. باوجود ان جي هن ڪتاب ۾ ڄاڻايل هدايتن تي عمل ڪرڻ سان دنيا ۽ آخرت ۾ ڪاميابي حاصل ٿي سگهي ٿي. هن ڪتاب جو اردو ترجمو حافظ محمد يوسف پنيري سڪندريءَ ڪيو آهي ۽ جيڪو 'سڪندريه پبليڪيشن جامع راشديه حضرت پير سائين پاڳارو' طرفان ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. ڊيمي سائيز جي 182 صفحن جي هن ڪتاب جي قيمت 130 روپيا آهي.

**تنتي سرشتو:** انسان جو تنتي سرشتو تمام ڪارائتي شيءِ آهي، جنهن ۾ دماغ ۽ ان سان ڳنڍيل سڄي جسم جون تنتون شامل آهن. تنتي سرشتو انسان کي بک، ڏک، ڏسڻ وائسڻ، چکڻ، سونگهڻ، ٻڌڻ، سوچڻ، ياد ڏيارڻ ۽ ٻين اهڙن ڪمن ۾ مدد ڪري ٿو.



انسان جي مٿي ۾ کوپڙيءَ جي هڏي اندر جيڪو انچ جي چوٿين حصي جيترو ٿلهو آهي، ان ۾ مغز موجود رهي ٿو ۽ ڏسڻ ۾ وَرَ وَڪڙن وانگر، ٽن ڀاڱن ۾ ورهايل آهي. (1) وڏو مغز (2) ننڍو مغز ۽ (3) مستطيل مغز. مغز جون سڄي جسم ۾ بي شمار تارون وڇايل آهن. جيڪي جسم جي خبرچار لهي، مغز تائين پهچائين ٿيون. انهن مان هڪڙيون تنتون چمڙيءَ جي اندر ذري ذري ۾ ٿين ٿيون. ٻئي قسم جون تنتون مغز کان نڪري مشڪن تائين وڃن ٿيون. اهي مشڪن کي سُسَڻ ۽ ڦُلڻ ۾ مدد ڪن ٿيون. انسان ۾ هڪ اندازي موجب 30 هزار تنتون ٿينديون آهن، جيڪي سڄي جسم ۾ پکڙيل آهن ۽ هرهڪ تنت کي وري شاخون ۽ پاڙون هونديون آهن. مغز ۾ مغزي ڏوري به هوندي آهي. جيڪا سَنڌن کان شروع ٿي، ڪرنگهي کان هيٺ لهي ٿي. هن جو ڪم تنتن جون خبرون مغز تائين پهچائڻ ۽ انهن کي طاقت ڏيڻ آهي.

**تَنَجَڻُ:** ننڍڙي ٻار جي ڄنگهن ۽ ٻانهن کي سنئون ڪري ٻڌڻ جو ڪپڙو، جيئن ٻار جا عضوا سهڻا، سڌا ۽ سڊول ٿين. هي ڏيڍ ميٽر کن ڪپڙي جو ٽڪر ٿيندو آهي، جنهن سان ننڍڙي ۽ نئين ڄاول ٻار کي ٻڌي شمهاربو آهي. ان سان هڪ ته ٻار جا عضوا سڌا ۽ سهڻا ٿيندا آهن، ٻيو جيڪڏهن ننڊ ۾ ٻار چرڪ ڀريو ته سندس صحت تي ڪو اثر نه پوندو آهي. اتر ۾ هن کي 'ٻنڌڻ' به چون، اهو نه صرف سنڌ ۾ پر پاڪستان جي ٻين صوبن جي رواج ۾ به آهي.

**تنجور ۾ شِو جا مندر:** ڏکڻ ڀارت جي شهر تنجور ۾ راجا راج پهرئين ڀاران شِو جي نالي تي اڏيل مندر کي ايشيا ۾ سيني هندو يادگارن ۾ عظيم ترين ليکيو وڃي ٿو جنهن جي اڏاوت 995ع کان 1010ع عيسويءَ دوران ٿي. هي مندر هڪ وڏي ايراضيءَ تي پکڙيل ۽ وڏي هئڻ ڪري ئي عظيم نٿو ليکيو وڃي، پر پنهنجي اڏاوتي ڍانچي ۾ مڪملتا ۽ اڏاوتي تصور ۾ چٽائيءَ ۽ پڌرائيءَ جي ڪري عظيم ليکيو وڃي ٿو هن مندر کي ٺهرائيندڙ بادشاهه ۽ سندس اڏاوت بابت معلومات عمارت جي پيڙهه جي وڏي پيماني تي ڪوٽائي ڪرڻ سان ملي هئي. هن مندر کي وڏي عرصي کان نظر انداز ڪيو ويو هو، پر هاڻي اهو عبادت جي ماڳ طور کلي ويو آهي ۽ سڄي ڀارت جا هندو ۽ ساري دنيا جا ماڻهو هن مندر جي بهترين اڏاوت کي ڏسڻ لاءِ ڪهي ايندا آهن. هن مندر جي مينار جي خصوصيت اها آهي ته هو اُڪري اهرامن وانگر ٺاهيو ويو آهي.



مندر ۾ اُڪريل لکت موجب هن يادگار کي اڏڻ لاءِ راجا راج ذاتي دلچسپي ڏيکاري ۽ هن مينار اڏائي مندر کي مڪمل ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. راجا راج پنهنجي راڻيءَ سان گڏ اڪيچار سون ۽ چانديءَ جون شڪليون پوڄا لاءِ امداد طور ڏنيون هيون. اڪريل لکتن ۾ اهو به ڄاڻايل آهي ته هن مندر جي اڏاوت ۾ 600 کان وڌيڪ ماڻهن ڪم ڪيو، جن کي باقاعدي پگهار ملندي هئي. انهن ڪم ڪندڙ ماڻهن جي لسٽ ۾ ناچ سيکاريندڙ ناچو، ناچ ڪندڙ ڇوڪرين، راڳين ۽ موسيقارن، سنک وڄائيندڙن، چٽي سنڀاليندڙن، ڏيئا ڪٽندڙن، ڪاشيگرن، ڌوٻين، نجومين، درزين، واڍن ۽ گل پوکيندڙ ماليهن جا نالا شامل آهن.

هي مندر بذات خود چوکنڊن مينارن تي ٻڌل آهي، جن جي وچ ۾ لُنگ رکيل آهي. هن جي ڀر پاسن کان گذر جو هنڌ آهي. اندر هڪڙو سوڙهو ۽ هڪ ننڍو دروازو آهي، جيڪو اتر ۽ ڏکڻ ڏانهن وڃي ٿو ٿنڀن وارا به هال اوپر تائين پکڙيل آهن. ٻاهريون پٽيون هٿن پيڙهه وارن وروڪڙن سان ٽيڪيل آهن. انهن پٽين ۾ هندو مذهب جي ديوتائن ۽ ديوين جا نقش چٽيل آهن.

**تندُ:** سَٽ، پَٽ ۽ ريشم وغيره جو سنهو ڌاڳو چاندي، سون ۽ لوهه وغيره جي سنهي تار. ڪنهن ساز (يڪتاري، تنبوري وغيره) جي تار.

تند کي شاهه لطيف به ڳايو آهي:

"تند، ڪنارو، ڪنڌ، ٽيئي پرتا پاڻ ۾!

**تند تنوار** (ڪتاب): هيءُ ڪتابي سلسلو نثار حسينيءَ جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 130 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو 50 پئسا لکيل آهي. ڇاپو پهريون، پريات پبليڪيشن، حيدرآباد، سال 1970ع ۾ ڇپايو هن نالي سان هڪ ادبي سلسلو نثار حسينيءَ ۽ ناز ٻُٽي شروع ڪيو. هن سلسلي جا ڪتاب جمالي پريس ۽ پرفيڪٽ پرنٽرس صدر، حيدرآباد مان ڇپيل آهن.

**تندرستي** (رسالو): صحت جي حفاظت تي سنڌي ٻوليءَ جو هي پهريون رسالو ڊاڪٽر بولچند پرسرام 1900ع ۾ جاري ڪيو ڊاڪٽر بولچند سنڌ جو پهريون ڊاڪٽر هو جنهن هيءَ ڪوشش ڪئي هئي. جنهن کان پوءِ 'حفظ صحت' تي ڪيترا رسالا جاري ٿيا. هي رسالو ڪجهه وقت نڪري بند ٿي وري جنوري 1912ع کان نڪرڻ لڳو. ڏنو مل بصر مل هن رسالي جو ڪجهه وقت مئنيجر ۽ پبلشر رهيو. ساڳئي نالي سان هڪ ڪتاب ڏيئرمل محبوب راءِ چنديرامائيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 18 صفحا آهن ۽ ان جي قيمت 2 آنا 6 پايون آهن. ليکڪ، سدا بهار پريس، لاڙڪاڻي، مان سال 1921ع ۾ ڇپايو هن نالي سان هيو ڪتاب سنياسي سروپ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 22 صفحا آهن ۽ قيمت ڇهه آنا آهي. ڇاپو پهريون، سيٺ ارجنداس موهنداس شڪارپوريءَ موتي پرنٽنگ پريس، ڪراچيءَ مان سال 1940ع ۾ ڇپايو

**تندسر جو پيٽ:** هيءُ درياهه جو پراڻو پيٽ آهي، جيڪو ٺٽي جي اولهه-ڏکڻ ۾ وهندو هو هن وقت خشڪ آهي. درويش سيد ابراهيم شاهه، انهيءَ جي ڪناري تي مدفون آهي. هن کي ٺٽي وارا "تندسر" چون ٿا. اصل ۾ تندسريعني "تِلو واهڙ" آهي، جنهن جي "تند" کي 'تنڊ' ڪيو ويو آهي.

**تندسر جي مسجد:** هيءَ مسجد ٺٽي ۾ آهي. هيءَ مسجد تندسر محلي ۾ 1190هه ۾ ٺهي، حال ۽ قال جو صاحب حاجي سليمان هتي ئي دفن ٿيل آهي. هتي ارق جو قلعو هو. جيڪو ترخاني دور ۾ ختم ٿيو هن وقت مڪليءَ جي عيد گاهه جي چاڙهيءَ وٽ ان جا نشان موجود آهن.

**تندسر محلو:** 'سَر' سنڌيءَ ۾ چشمي يا تلاءَ کي چوندا آهن. هن محلي ۾ به ڪو تلاءُ هوندو، جنهن تان مٿس اهو نالو پيو. اڳي مڪليءَ يا ٺٽي شهر جي آسپاس چشما هوندا هئا، مثلاً ڪيرسر، ڪندسر، نارائڻ سر، پاراسر وغيره. جيئن مير قانع "مڪلي نامي" ۾ ڪي نالا ڳڻايا آهن. انهيءَ چشمي جي ڪناري ڪيترا اهل الله مدفون آهن.

**تندو:** اهو رسو، جنهن ۾ گهڻا ڳاڪرا ڦرڙا ٻڌجن. هن رسي ۾ هر ٻن فوٽن تي هڪ 'ڳراهو' هوندو آهي. جيڪو ڦرڙي جي ڳچيءَ ۾ وجهي ڇڏبو آهي. اهڙيءَ طرح هڪ تندي جي ڊيگهه ۾ ويهه يا ٽيهه ڦرڙا سلهاڙي سگهبا آهن. پلال جي ڦيڙهي کي ويڙهڻ خاطر به 'تندو' (رسو) ڪم آڻبو آهي.

**تنزانيا** (Tanzania): هن ملڪ جو سرڪاري نالو متحده جمهوريه تنزانيا (United Republic Of Tanzania) آهي. هي ڏکڻ اوڀر آفريڪا ۾ آهي. هن جي اتر ۾ ڪينيا ۽ يوگينڊا، اوڀر ۾ هندي سمنڊ، ڏکڻ ۾ موزمبيق، مالاوي ۽ زيمبيا، اولهه ۾ ڪانگو (زائري)، برونڊي ۽ روانڊا آهن. تنزانيا هڪ جابلو ملڪ آهي. مٿانهين سطح جي بلندي 12 ميٽرن تائين آهي. پر ڪناري وارو علائقو سنئون آهي. ٽڪرين جا سلسلا اتر اوڀر ۽ ڏکڻ اولهه طرف وڌن ٿا. تنزانيا ۽ زنجبار، پمبا ۽ مافيا جا ٻيٽ به شامل آهن. تنزانيا جي ڪل پکيڙ 945087 چورس ڪلوميٽر (364990 چورس ميل) ۽ آبادي




3 ڪروڙ 19 لک 63 هزار آهي. هتان جي موسم گرم ۽ گھميل هوندي آهي. جون جولاءِ سردي ۽ جنوري فيبروري گرمي جا مهينا آهن. ٽڪرين جي موسم خوشگوار رهي ٿي. تنزانيا جي گادي جو هنڌ دارالسلام ڊوڊوما (Dar-Us-Salam Dodoma) آهي. تنزانيا جي سرڪاري ٻولي سواحلي ۽ انگريزي آهي، جڏهن تہ نبتو، عربي ۽ هندي پڻ ڳالهائي وڃي ٿي.

تنزانيا هڪ آزاد ۽ خودمختيار وفاقي جمهوريہ آهي، جتي صدارتي طرز جي حڪومت آهي. صدر رياست جو مملڪتي اڳواڻ، سيني انتظامي اختيارن جو مالڪ ۽ هٿياربند فوج جو سپريم ڪمانڊر آهي. هتان جي زرعي پيداوار ۾ لونگ، سيسل (رڳدار ٻوٽو)، ڪپهہ، چانهہ، ڪافي، تماڪ، ناريل، ڪاجو، گرم مصالحو، چانور ۽ ڪمند آهي. ۽ مکيہ صنعت ۾ فوڊ پروسيسنگ، ڪپڙو اُڻڻ، تيل جي صفائي، سيمنٽ، ايلومينيم جا ٿانو، چمڙي جون شيون، ڪيميائي شيون ۽ صابڻ آهي. تنزانيا جي آزاديءَ جو ڏهاڙو 26 اپريل 1964ع آهي.

**تن سپون سُوجهي ڪڍيون** (ڪتاب): پروفيسر سنتداس جهانگياڻيءَ جو هي ڪتاب، لطيفيات جي موضوع تي هڪ اهم ڪتاب آهي. ڪرائون سائيز جي 103 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 15 رپيا آهي. هي ڪتاب اندر ڪمار، 1985ع ۾، ڪوهنور پرنٽنگ پريس، ڊگل بازار اجمير، مان ڇپائي، دهليءَ مان پڌرو ڪيو. هن ڪتاب ۾ پروفيسر سنتداس جهانگياڻيءَ شاهہ لطيف جي شاعريءَ جو مختلف رخن کان جائزو ورتو آهي. سندس مضمونن جا عنوان آهن: سوامي پراڻناٿ ۽ شاهہ عبداللطيف؛ شاهہ ۽ ڏياري؛ شاهہ ۽ عيد؛ شاهہ، سماجواد جو اڳواڻ؛ شاهہ جي زماني ۾ سنڌ جو واپار؛ شاهہ زمان حال جي حوالي ۾؛ ڇا شاهہ امي هو؟ ۽ شاهہ، هندن جو همدرد همراز.

تن سپون سوجهي ڪڍيون،
پاتارن پيهي

ليکڪ هي ڪتاب پنهنجي پيءُ سرڳواسي منگهارام گوبند بخش جهانگياڻيءَ ڏانهن منسوب ڪيو آهي، جنهن شاهہ جو ڪلام منتخب ڪري، منجهس شاهہ جي شعر جي ڪوجنا لاءِ اُتساهہ جاڳايو هو.

**تنظيم ڪاريءَ جا اصول** (ڪتاب): هي ڪتاب سڄاڻ ليکڪ خاڪي جويي جو لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ پارٽيءَ يا تنظيم ٺاهڻ ۽ ان کي هلائڻ جا اصول ٻڌايا ويا آهن. پارٽيءَ جي ڪارڪنن جي تربيت، تنظيمي گڏجاڻيون، تنظيمي جوڙجڪ بابت مفصل مواد شامل آهي. ڊيمي سائيز 160 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 80 رپيا آهي. هي ڪتاب ساجاهہ پبليڪيشن طرفان 2008ع ۾ شايع ٿيو.

**تنقيد** (Criticism): لفظ 'تنقيد' جي لغوي معنيٰ آهي پرکڻ يا چڱي ۽ بري جو فرق محسوس ڪرڻ. انگريزيءَ ۾ تنقيد نگاري (Criticism) جي معنيٰ عدل يا انصاف آهي.

تنقيد (Criticism) بابت انگريز نقاد هڊسن لکيو آهي تہ: "ادبي تنقيد اُن کي چيو ويندو آهي، جنهن ۾ ڪنهن فن پاري کي سمجهڻ ۽ ان تي غور ڪرڻ جي صلاحيت هجي. تنقيدي فن جي ماهر جو ڪم آهي تہ فني تخليق کي ڏسي، سمجهي، غور ڪري ۽ ان جي خوبين ۽ خامين جي جاچ ڪرڻ بعد اُن جي قدر ۽ قيمت جو صحيح اندازو لڳائي".

**پس منظر:** تنقيد جي تاريخ يونان کان شروع ٿئي ٿي. يونان هڪ اهڙو منفرد ملڪ آهي، جنهن جا علم ۽ فن محفوظ رهي سگهيا آهن. ان ڪري جڏهن بہ ڪنهن علم يا فن جي تاريخي سلسلي جي ڇنڊ ڇاڻ ڪبي آهي تہ سلسلو يونان کان ڪٽبو آهي. موهن جي دڙي جي تهذيب، ثقافت، ٻولي ۽ علم ادب ڪانئن آڳاٽو هئڻ جي باوجود محفوظ نہ رهي سگهڻ ڪري تاريخ ۾ ذڪر هيٺ نہ ٿو اچي. ٻين سمورن علمن وانگر ادب ۽ تنقيد جي ابتدا کي جاچڻ لاءِ پڻ اسان کي يونان ڏانهن نهارڻو ٿو پوي، جتي جي شاعرن، اديبن، ڏاهن فلسفين پنهنجي شاعريءَ، بحث مباحثن، ليڪچرن، تقريرن ۽ ڪتابن ۾ شعر ۽ تنقيد بابت خيالن جو اظهار ڪري انهيءَ سلسلي جي ابتدا ڪئي، جنهن ۾ ڪي رڳو "تنقيدي اشارا" آهن تہ ڪي باقاعدي ادبي تنقيد جا اصول آهن.

**ادبي تنقيد جي باقاعدي ابتدا:** تاريخ موجب ادبي تنقيد جي شروعات ارسطو (Aristotle وفات:322 ق.م) جي مشهور تصنيف پوئيٽڪ (Poetica) سان ٿئي ٿي، پر ان کان اڳ سندس استاد افلاطون (Plato وفات: 347 ق.م) پنهنجي تصنيف ريپبلڪ (Republic) ۾ شعر ۽ شاعريءَ تي بحث ۽ اعتراض ڪري چڪو هو. ٻئو وري تہ افلاطون کان اڳ بہ سندس استاد سقراط (Socrates وفات: 399 ق.م) جنهن سچ لاءِ زهر جو پيالو پيتو هو ۽ اهو 'سچ' هڪ قسم جي تنقيد بہ هئي، جيڪا ان دور جي رياست، عام عقيدن ۽ معاشري تي ڪئي هئائين. پنهنجي مقدمي جي پيرويءَ دوران ڳالهائيندي سقراط، شاعرن ۽ سندن شاعريءَ تي پنهنجن خيالن جو اظهار ڪري چڪو هو انهيءَ مقدمي جي پيرويءَ ۾ سندس بيان (Applogoy) کي ادبي تنقيد جي تاريخ ۾ ان ڪري اهميت حاصل آهي، جو هن انهيءَ ۾ ادبي تنقيد کي ادبي عمل (Literary activity) ۾ هڪ جدا ۽ اهم جاءِ ڏني هئي.

سقراط (Socrates) کان اڳ بہ ڪيترا شاعر ٿي گذريا هئا، جن مان ڪن اهم شاعرن جا نالا هي آهن: هومر (Homer) (9-12 صدي ق.م)، هيسئڊ (Hesiod) صدي ق. م)، پنڊار (Pindar) (518-442 ق. م)، جوريس (485-380 ق. م ۽ ارسٽوفينز (Aristophanes) (448-380 م.م) انهن سيني شاعرن پنهنجي ڪلام ۾ ڪنهن نہ ڪنهن روپ ۾ تنقيدي اشارا ڏنا آهن، جن جي بنياد تي ادبي تنقيد جي سلسلي کي گهڻو پوئتي ڪٺي وڃي سگهجي ٿو، بهرحال انهن تنقيدي اشارن کي بيان ڪري سقراط، افلاطون ۽ ارسطوءَ تائين يونان ۾ تنقيد جي تاريخ کي ظاهر ڪري سگهجي ٿو.

ادبي تنقيد جي باري ۾ اشارن ۽ انفرادي راين ۾ مختلف ماڻهن جا مختلف نقطءِ نظر موجود آهن. منجهن تنقيدي شعور به نظر اچي ٿو. تخليقي عمل جي اهميت به آهي. پر پوءِ به باقاعده طور تي منظم ۽ مربوط "تنقيد جو فن" ۽ ان سان لاڳاپيل اصطلاح 'افلاطون' کان پوءِ سامهون آيا. جيڪو سقراط جو لائق شاگرد هو. هو پهرين هڪ شاعر هو. پر پنهنجي استاد جي اثر ۾ پنهنجي شاعريءَ ۽ ڊرامن کي ساڙي فلسفي سان دلچسپي رکيائين."مڪالما" (Dialogues) سندس اهڙي تصنيف آهي. جنهن مان فلسفي جي باقاعدي روايت جنم ورتو. هن تصنيف ۾ مختلف موضوعن تي "مڪالما" آهن. پر ادب جي حوالي سان سين کان وڌيڪ سندس ڪتاب "ريپبلڪ" (Republic) کي اهميت حاصل آهي. جنهن ۾ هن هڪ مثالي رياست جو جامع تصور پيش ڪندي، شاعرن کي ان مان نيڪالي ڏيڻ جي ڳالهه ڪئي. افلاطون ڪو ادبي نقاد نه هو نه ئي هن جو مقصد شاعري ۽ شاعرن تي تنقيد ڪرڻ هو. بلڪ هن رڳو ان وقت جي يونان جي بگڙجندڙ معاشري ۾ ماڻهن جي رهنمائيءَ لاءِ لکيل انهيءَ مڪالمي ۾ قانون، سياست، اخلاقيات ۽ مابعد الطبعيات (Metaphysics) جهڙن موضوعن جي حوالي سان کي ڳالهيون پيش ڪيون. جيڪي پوءِ ادبي تنقيد جا اصول ڳڻجڻ ۾ آيون.

سقراط پنهنجي قلم سان ڪجهه به نه لکيو هو. پر سندس خيالن جو حوالو سندس شاگرد افلاطون ڏنو. ان ڪانسواءِ سقراط تي هلايل ڪيس جي ڪارروائي ۾ پڻ سندس فڪر ۽ نقطءِ نظر محفوظ ٿي ويو. شاعر ۽ ڊرامه نگار ارسٽوفينز (جيڪو افلاطون جي زماني ۾ ئي ٿي گذريو هو) پنهنجي هڪ ڊرامي ۾ سقراط جو ڪردار پيش ڪيو. جنهن ۾ هن جو مقصد مٿس تنقيد ڪرڻ هو. جيڪا هن پنهنجي طنزيه انداز ۾ ڪئي هئي. پر اهڙيءَ ريت هن سقراط جي فلسفي جي ڪن ڳالهين کي محفوظ ڪري ڇڏيو هو.

ارسٽوفينز (Aristophanes) هڪ ڊرامه نگار هو. سندس طربيه ڊرامن ۽ مزاح ۾ طنز سان گڏ تنقيدي اشارا به موجود آهن. هُو هڪ هنڌ لکي ٿو ته "خراب شاعر اهڙن هوڻن وانگر آهن. جن جو ڪو ڦل نه هجي. اهي خالي هوا ۾ آواز ڪندا آهن." هو سٺي شاعر لاءِ چوي ٿو ته "هن جو فن صحيح ۽ سچو هجي ۽ جڏهن سندس ڳالهه آفاقي هجي، تڏهن هو سٺو شاعر سڏبو".



افلاطون جو ڪتاب "ريپبلڪ"

مجموعي طرح ڏسبو ته افلاطون شاعريءَ تي ٻن حوالن سان تنقيد ڪئي هئي- پهريون فلسفياڻي بنياد تي، جنهن ۾ هن چيو هو ته شاعري حقيقت کان ٻه ڀيرا پري هوندي آهي ۽ ٻيو اخلاقي بنياد تي جنهن ۾ سندس راءِ هئي ته اها جذبات کي دٻائڻ بدران انهن کي اڀاري ٿي، ان ڪري اخلاق کي خراب ڪري ٿي. افلاطون جي دور کان اڄ تائين شاعريءَ تي اهي ئي ٻه اعتراض ٿيندا رهيا آهن. سندس شاگرد ارسطوءَ وري نفسياتي ۽ جمالياتي بنيادن تي شاعريءَ جو بچاءُ ڪيو ۽ اٿين شاعريءَ کي خوشي ۽ تسڪين ڏيندڙ سڏيو. اڄ به شاعريءَ جي موافقت ۾ انهن ئي ڳالهين جو حوالو ڏبو آهي.

**تنقيدي ادب جو اوسر:** فني لحاظ کان ويهين صديءَ ۾ اڪثر نقاد ان ڳالهه تي متفق آهن ته هڪ سٺي ۽ اثرائتي شعر ۾ ضروري جزا هيٺيان آهن: (1) ترنم (Rhythm)، (2) قافيو (Rhyme)، (3) عڪسيت (Imegery)، (4) شاعراڻو خيال (Poetic Thought)، (5) جذبو (Feelings) ۽ ٻولي ۽ اسلوب (Diction). اهي سڀ جزا مختلف دورن ۾ مختلف نقادن اعليٰ شاعريءَ ۾ ضروري ڄاڻايا آهن.

ادبي تنقيد جي سموري تاريخ ۾ ڪي نقاد ادب جي مقصد کي اخلاقيات سان ڳنڍيندا رهيا آهن ته ڪي جمالياتي ۽ نفسياتي رجحان ڏسندا رهيا، خاص ڪري ويهين صديءَ ۾ نفسياتي نظرين جي بنياد تي ادب جي سمجهاڻي ڏيندا رهياآهن. ڪن وري معاشيات کي ادب ۽ معاشري جي تعلق سان اهم ڄاڻايو آهي ۽ سماجي رشتن تي زور ڏنو آهي. اشتراڪي ۽ مارڪسي تنقيد جو پس منظر اهو رهيو. ڪن نقادن شاعريءَ جي فارم کي اهميت ڏني ۽ اخلاقي ۽ سماجي رجحانن جي نفي ڪئي. هن تنقيد ۾ نقادن زبان، ٽيڪنڪ، وزن ۽ بحر کي موضوع کان وڌيڪ اهميت ڏني ته ڪن وري اشارتي تنقيد ڪئي، جنهن ۾ ادب جي آفاقيت تي زور ڏئي، ان جي دائمي قدر ۽ قيمت مقرر ڪرڻ جي ڪوشش ۾ اشارن ۽ علامتن کي اهميت ڏني. بهرحال ادب اهڙو پيچيدو تخليقي عمل آهي، جنهن جي تنقيد لاءِ نقاد کي مختلف علم ۽ فن ڄاڻڻ ڪانسواءِ تخليق جي تجربي کي سمجهڻ جي صلاحيت ۽ زندگيءَ جي ادب سان تعلق جو شعور رکڻ ضروري آهي. اهو ياد رکڻ گهرجي ته ادبي تنقيد به ادب جي دائري ۾ ئي اچي ٿي. اهو اهڙو لٽريچر آهي، جيڪو "ادب" کي سمجهڻ ۾ مدد ڏئي ٿو جيڪو زندگيءَ کي سمجهڻ جو فن آهي. مطلب ته زندگيءَ کي ادب ۽ ادب کي تنقيد سمجهڻ ۾ مدد ڏئي ٿي.

ادبي تنقيد لاءِ ڪي مکيه اصول بيان ڪيا ويا آهن. جن جي پوئواريءَ سان تنقيد غير جانبدار، معروضي ۽ مستند بڻجي سگهي ٿي.

**جديد ادبي تنقيد جون تقاضائون:**

1. **تنقيد اشتهاري نه هجي:** اشتهاري تنقيد ۾ ڪي اخبار نويس ۽ رسالن ۾ لکندڙ ڪنهن به ڪتاب جي هروڀرو ساراهه ڪندا آهن ۽ غير ضروري اهميت بيان ڪندا آهن. هڪ سٺو نقاد ڪنهن به مضمون يا ڪتاب وغيره تي تنقيد ڪرڻ لاءِ اهڙو رويو اختيار ڪرڻ بدران ان جي فني پهلوئن تي بحث ڪري، موضوعاتي خوبين کي نمايان ڪري پوءِ لکندو آهي ته ان تنقيدي ليک جي ادبي ۽ علمي اهميت مڃي ويندي آهي. نه ته اهو اشتهاري تنقيد جي دائري ۾ ايندو.

2. **اها تعريفي نه هجي:** تعريفي تنقيد لکندڙ ڪتاب جي خوبين کي نروار ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي ۽ خامين تي پردو وجهندو آهي. هو ڪتاب جي مصنف جي ذات جي تعريف ۾ پڻ اڳڀرو هوندو آهي. اهڙي تنقيد ۾ سندس شخصيت، شهرت ۽ قابليت جي حد کان وڌيڪ واکاڻ ڪيل هوندي آهي. ادبي تنقيد جو اهو به اصول آهي ته اهڙي تعريفي تنقيد کان پاسو ڪيو وڃي.

3. **مذمومي تنقيد نه ڪرڻ گهرجي:** ڪي نقاد ڪنهن اديب سان ذاتي دشمني يا بغض رکندي سندس خوبين کي لڪائي صرف خامين تي لکندا آهن. لکڻيءَ جي به مذمت ڪندا آهن ته ليکڪ کي به ننديندا ۽ لوئيندا آهن. ڪڏهن ڪنهن وڏي اديب يا شاعر جي ڪلام کي ڇورايل يا ترجمو چئي ان جو مقام ماڻهن جي نظرن ۾ ڪيرائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. ماضيءَ ۾ ڪشنچند ليکراج عزيز ۽ تازو ويجهي ماضيءَ ۾ شيخ اياز جي شاعريءَ جي عظمت ۽ سندس شخصيت کي گهٽائڻ لاءِ اهڙيون ڪوششون ڏسڻ ۾ ڪيون ويون. تنقيد نگار کي غير جانبداريءَ سان حقيقتون بيان ڪرڻ گهرجن.

**ادبي تنقيد جا قسم:** ادبي تنقيد جا مختلف ادبي نقادن ڪيترائي قسم ڄاڻايا آهن. جن ۾: **نظرياتي تنقيد، جمالياتي تنقيد، نفسياتي تنقيد، اخلاقي تنقيد، مذهبي تنقيد، سماجياتي تنقيد ۽ عملي تنقيد** وغيره اچي وڃن ٿا. ويهين صديءَ ۾ وڏن ۽ ناليوارن نقادن ادب جي تنقيد جي ڏس ۾ مختلف نظريا پيش ڪيا آهن. ولبر اسڪاٽ (Wilbur Scot) چند چاڻ ڪندي، انهن کي پنجن اهم رخن يا پهلوئن ۾ ورهايو آهي: (1) اخلاقياتي رخ (Moral Approach)، (2) نفسياتي رخ (Psychological Approach)، (3) سماجياتي رخ (Sociological Approach)، (4) هيئتي رخ (Formatic Approach) ۽ (5) مثالي رخ (Archetypal Approach).

**سنڌي ادب ۾ تنقيد نگاري:** سنڌي ادب جي شروعات بابت مختلف رايا آهن. تاريخي لحاظ کان چيو وڃي ٿو ته سنڌ عرب دورِ حڪومت ۾ علم، ادب ۽ سائنس ۾ سڄيءَ دنيا ۾ مشهور هئي. جيڪڏهن ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي ان راءِ سان متفق ٿي وڃجي ته اسين اهو چئي سگهون ٿا ته علم ادب ۾ تنقيدي ادب به ضرور شامل هوندو. اسان وٽ زباني روايتن وارو ادب ته ڪي قدر ملي ٿو، پر تنقيدي ادب جو ڪو واضح اهڃاڻ نه ٿو ملي. البت تاريخن ۾ نائين ۽ ڏهين صدي عيسويءَ ۾ هڪ شاعر ڪوبراج شڪر جو ذڪر ملي ٿو. جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته هن جا هڪ درجن ڪن ڪتاب عروض، ادب، تاريخ ۽ تنقيد تي مشهور ٿيا. ڪوبراج پنهنجي هڪ ڪتاب ۾ سنڌ جو ذڪر ڪندي لکيو آهي ته "هتان جي انوکي ادب جي خوبي لاڙ جي ئي شاعرن لاءِ مخصوص آهي. سنڌن شاعريءَ جي پياري ۽ پسنديده طرز، جنهن جي خصوصيت رنگيني ۽ ظرافت آهي. سا لاڙي طرز جي ئي نالي سان مشهور آهي."

ان کي پهريون تنقيدي بيان چئي سگهجي ٿو. جنهن جو حوالو مختلف ڪتابن ۾ ملي ٿو. شاهه ڪريم بلڙيءَ واري جي رسالي ۾ قاضي قادن جي ستن بيتن مان هڪ بيت هو:

جوڳيءَ جاڳايوس، ستو هوس ننڊ ۾
تَهان پوءِ ٿيوس، برِيان سندي پيچري.

ڪلهوڙن جي دور جي هڪ عالم مخدوم ابوالحسن (1661ع) ان بيت تي تنقيد ڪئي هئي، خاص ڪري لفظ "جوڳيءَ" جي معنيٰ، مفهوم ۽ استعمال تي هن اعتراض ڪيو هو. هو هڪ ظاهر پرست هو، ان ڪري مسلمانن جي رهبري يا سڄاڳيءَ لاءِ ڪنهن اهڙي ديسي لفظ جي استعمال کي مناسب نه ٿي سمجهيائين، جيڪو "مرشد" جي معنيٰ ظاهر ڪري.. هن تنقيد فارسيءَ ۾ ڪئي، جيڪا ان وقت علمي زبان هئي.

"نه جوڳي ست عارف نه سمني گهي شده هريک ملحد و گمرهي."

هن جملي مان محسوس ٿئي ٿو ته ابوالحسن "جوڳي" لفظ کي "عارف" جو متبادل يا برابر نه ٿو سمجهي بلڪ مرگهوئي جوڳيءَ مان الحاد ۽ گمراهيءَ جو شڪ ٿو ظاهر ڪري. جوڳي لفظ "جوڳ" يا "يوڳ" مان نڪتو آهي، جنهن کي سنڌ جو عام ماڻهو سمجهي سگهيو ٿي ۽ هنن وٽ جوڳ پڄاڻ جو هڪ واضح تصور هو. سنڌ جي تصوف واري سلسلي جي شاعريءَ ۾ جوڳين ۽ سنياسين جو گهڻو ذڪر به انهيءَ سبب ملي ٿو. جيتوڻيڪ قاضي قادن جي شاعريءَ ۾ اهو لفظ ان معنيٰ ۾ پهريون ڀيرو ملي ٿو، پر ضروري ناهي ته هن ئي ان کي پهريون ڀيرو استعمال ڪيو هجي. هن کان اڳ جي شاعري ته محفوظ ئي ڪانه ٿي سگهي آهي. ان ڪري ائين سمجهي سگهجي ٿو ته جوڳيءَ جي ڄاڻائڻ واري ترڪيب عام ماڻهن جي لاءِ اوپري نه هوندي. ان ڪري ئي قاضي قادن ان کي ائين ڪتب آندو ته جيئن سنڌ جا هندو توڙي مسلمان ان کي گرو، مرشد يا رهبر جي معنيٰ ۾ سمجهي سگهن. بهرحال ابوالحسن جي اعتراض مان نتيجو ڪڍي سگهجي ٿو ته ان وقت جي ماڻهن ۾ اهڙو تنقيدي شعور موجود هو. جنهن سان هو شاعرن ۽ سندن شاعريءَ تي ڪا راءِ ڏئي سگهن. البت ان جو اظهار فارسيءَ ۾ هئڻ مان اها ڳالهه ظاهر ٿئي ٿي ته سنڌي شاعريءَ تي تنقيد لاءِ فارسي زبان کي ذريعو بنايو ويندو هو. اهو ئي ابو الحسن پهريون سنڌي عالم آهي. جنهن مادري زبان ۾ مڪتبي تعليم ڏيڻ لاءِ پهريون معياري سنڌي درسي ڪتاب لکيو. جنهن لاءِ ڪوشش ڪري عربي ۽ فارسي الف ب جي مدد سان سنڌي صورتخطي جوڙي هئائين. ان ڪتاب جو نالو "مقدمه الصلواة" (نماز جو مهاڳ) هو. پر سنڌيءَ جو پهريون ڪتاب هئڻ جي ڪري "ابوالحسن جي سنڌي" جي نالي سان مشهور ٿيو.

ساڳئي سلسلي کي قائم رکندي محمد ابراهيم خليل ٺٽويءَ "تڪمله مقالات الشعراءِ" لکيو. جنهن ۾ ڏيڍ سؤ سالن جي عرصي ۾ گذريل انهن شاعرن جو ذڪر آهي. جن سنڌ جو هوندي به فارسيءَ ۾ شاعري ڪئي. اهو سلسلو 1317 هه تي ختم ٿئي ٿو انهيءَ ڪتاب يعني "تڪمله مقالات الشعراءِ" ۾ به تنقيدي اشارا ملن ٿا. مثلاً هڪ شاعر "احمد" بابت مصنف لکي ٿو ته "سندس شاعري فصيح ۽ ان جو تاثير بليغ آهي. نظم دلپسند اٿس ۽ نثر ارجمند".

سيد ثابت علي شاهه (جنم 1810ع) لاءِ چيو وڃي ٿو ته هن پنهنجي هڪ همعصر شاعر سيد خير شاهه جي لاءِ هجوَ لکي هئي. جنهن جو جواب سيد خير شاهه ڪيس ساڳئي نموني هجوَ لکي ڏنو هو. انهن شاعرائين چوٽن ۾ ڪي تنقيدي اشارا ملن ٿا. پر انهن جي اشاعت کان اڪثر تذڪري نگارن پاسو ڪيو آهي. ڇاڪاڻ ته انهن ۾ ڪي ڳالهيون نامناسب به هيون. هجويہ ڪلام ۾ شاعر ٻئي شخص جي گلا ۽ برائي ڪندا آهن. جنهن جو مقصد نڪته چيني ڪرڻ هوندو آهي. پر شاعريءَ جو هڪ انداز سنڌيءَ ۾ اهڙو به ملي ٿو. جنهن ۾ ڪن شاعرن ٻين شاعرن جي ساراهه ڪئي آهي ۽ سندن شخصيت سان گڏ ڪلام جي باري ۾ به راءِ ڏني آهي ۽ اهڙيءَ ريت ادبي تنقيد جو هڪ اڻ چٽو انداز ملي ٿو.

سنڌيءَ ۾ لکيل تنقيد جي ڪتابن کي ٻن قسمن ۾ ورهائي سگهجي ٿو: هڪڙا **اصولي تنقيد** جا ڪتاب يا مضمون وغيره ۽ ٻيا **عملي تنقيد** جا ڪتاب ۽ مضمون مقالا وغيره. ان کان سواءِ تحقيق جي لحاظ کان لکيل ڪتابن کي به مٿين ٻنهي قسمن ۾ شامل ڪري سگهجي ٿو. اهڙا مضمون، مقالا ۽ ڪتاب، جن ۾ نثر يا نظم جي ڪنهن صنف جي فني چنڊڇاڻ ڪرڻ لاءِ اصول ۽ قاعدا قانون بيان ڪيا ويا هجن. يا ڪنهن فنپاري جو اصولي تجزيو ڪرڻ لاءِ ماڻ ماپا بيان ڪيا ويا هجن. تن کي اصولي يا فني تنقيد جي دائري ۾ آڻبو. جڏهن ته ٻيا ڪي اهڙا مضمون، مقالا ۽ ڪتاب جن ۾ نثر ۽ نظم جي ڪتابن، افسانن، ناولن، ڊرامن ۽ مضمونن تي تنقيدي خيال کان لکيو ويو هجي ۽ مڪمل نموني چنڊ ڇاڻ ۽ پرک ڪري انهن جو ملهه ڪٿڻ جي ڪوشش ڪئي وئي هجي. تن کي **عملي تنقيد** جو ڪتاب چئبو.

**ورهاڱي کان اڳ تنقيد:** اصولي تنقيد جو پهريون باقاعدي ڪتاب **"ميزان الشعر"** کي چيو ويو آهي. جيڪو سيد محمد فاضل شاهه 1875ع ۾ شايع ڪرايو.

هي ڪتاب سنڌيءَ ۾ علم عروض جي قاعدن ۽ ضابطن جي باري ۾ چڱي ڄاڻ ڏئي ٿو ۽ ان لحاظ کان نہ صرف عروضي شاعري ڪرڻ وارن جي سکيا لاءِ ڪارآمد آهي، بلڪ علم عروض جي بنياد تي ٽيل سموري شاعريءَ جي پرک ۽ فني تجزئي ڪرڻ لاءِ بہ ڪم اچي سگهي ٿو. ان ۾ شعر جي جدا جدا نمونن جوڙڻ بابت سمجهاڻيون ڏنل آهن ۽ مختلف صنفن لاءِ مثالن سان وضاحتون ڪيل آهن.

اهڙو ئي هڪ ڪتاب مرزا قليچ بيگ "انشاء سنڌي" نالي سان لکيو هو، جنهن ۾ سنڌيءَ ۾ خط ڪتابت جي فن جا قاعدا مثالن سان سمجهايل هئا. اهو سنڌي ٻوليءَ ۾ پنهنجي قسم جو واحد ڪتاب هو، جنهن جهڙو ٻيو ڪو ڪتاب گهڻي عرصي تائين نہ لکجي سگهيو. هن ڪتاب جي اصولن موجب نثر جي لکڻ ۽ ان جي پرک لاءِ مدد ملي سگهي ٿي.

شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ تي تنقيد جي ابتدا مير عبدالحسين سانگيءَ ڪئي، جنهن 'لطائف لطيفي' نالي فارسيءَ ۾ ڪتاب لکيو، جيڪو قلمي صورت ۾ موجود هو. جڏهن تہ مرزا قليچ بيگ بہ ان تان مدد ورتي هئي.

مرزا قليچ بيگ (1853-1929ع) شاهہ صاحب جي باري ۾ پنهنجو ڪتاب "احوال شاهہ عبداللطيف ڀٽائي" 1887ع ۾ انگريزيءَ ۾ ۽ پوءِ 1897ع ۾ سنڌيءَ ۾ لکيو. هن ڪتاب جو بنيادي ذريعو مير عبدالحسين سانگيءَ کان مليل مواد هو، جيتوڻيڪ هي ڪتاب مرزا قليچ بيگ سانگيءَ کان پوءِ لکيو هو، پر منظر عام اڳ ۾ آيو. هن ڪتاب ۾ پهريون ڀيرو باقاعدي تنقيدي مواد ملي ٿو ۽ چئي سگهجي ٿو تہ سنڌيءَ ۾ نثر جي ٻين صنفن وانگر عملي تنقيد جي باقاعدي ابتدا بہ مرزا قليچ بيگ ڪئي. هن ڪتاب ۾ ڪل ڏهہ باب ۽ پنج ضميما آهن. پهرئين باب ۾ "شاعر ڪنهن کي چئجي"عنوان هيٺ پهرين قديم روايتون بيان ڪيون ويون آهن ۽ پوءِ انهن جي حوالي سان شاهہ صاحب جو احوال ڏنو ويو آهي، هن ڪتاب جا پهريان ڇهہ باب شاهہ صاحب جي سوانح عمريءَ تي مشتمل آهن ۽ باقي ڪتاب ۾ سندس ڪلام جي سُرن وار ورهاست موجب تنقيدي مواد موجود آهي، جنهن ۾ شاهہ جي رسالي جو جُڙڻ، جدا جدا ڇاپا ۽ انهن تي راءِ، سندس ڪلام جي خاصيت، شعر جو قسم ۽ ان جو نمونو، سرن جي جوڙجڪ، رسالي جا پاڱا، شعر جي ماهيت، ڪان سواءِ شاهہ جي ڪلام جي حافظ شيرازيءَ سان ڀيٽ، شعر جون معنائون، تصوف جا خاص نڪتا ۽ قرآن شريف ۽ حديثن مان شاهديون، مختلف سُرن ۾ موجود مضمونن ۽ موضوعن تي رايا بہ ڏنل آهن.

هن ساڳي ئي دور ۾ هڪ تمام اهم ڪتاب "ساميءَ جا سلوڪ" ڇپيو هو، جنهن ۾ ديوان ڪوڙيمل چندن مل کلناڻيءَ پهريون ڀيرو 1885ع ۾ ساميءَ جو ڪلام هٿ ڪري ڇپايو هو. جنهن ۾ ديوان ڏيارام گدو مل جيڪو مهاڳ لکيو هو، ان جو عنوان هو "ساميءَ جي سلوڪن جو تاتپرج". تاتپرج ۾ سلوڪن اندر موجود فلسفي و اهميت، جنهن ۾ هن ساميءَ جي سلوڪن ۾ بيان ٿيل انساني دشمنن ڪام، ڪروڌ، موهہ، مايا ۽ لوڀ وغيره کان پاڻ بچائڻ جي اهميت کي چٽو ڪيو ۽ ساميءَ جي وديا يا علم جو تت پيش ڪيو

شاهہ لطيف تي ان کان پوءِ اهم ڪتاب ڇپيو هو "شاهاڻو شاهہ"، جيڪو لعلچند امر ڏني جڳتياڻيءَ 1914ع ۾ سنڌي ساهت سوسائٽيءَ طرفان ڇپرايو هو. هن ڪتاب جي باري ۾ منگهارام ملڪاڻيءَ جي راءِ آهي تہ "هي پهريون ڪتاب هو، جنهن ۾ خيال خواهہ عبارت جي لحاظ کان تور تڪ ڪيل هئي. شاهہ صاحب جي ڪلام جون خوبيون ۽ خاصيتون جدا جدا فڪرن ۾ ڦولهي سمجهايل هيون ۽ هر هڪ خوبيءَ لاءِ ڳڀل سلسليوار حوالا پڻ شاهہ جي بيتن مان ڏنل هئا. جنهنڪري هي ڪتاب پڙهڻ مان پهريون دفعو مغربي تنقيد جي طريقي جو ساءُ پئي آيو." منگهارام ملڪاڻيءَ هن ڪتاب جي ليکڪ کي سنڌي تنقيد کي سڌريل ترتيب وار ڪڙيءَ تي آڻيندڙ سڏيو آهي. لالچند امرڏني مل هن ڪتاب ۾ ڪيترائي شاهہ جا سُر اهڙا ڄاڻايا، جيڪي سندس خيال موجب شاهہ جا ڪو نہ هئا ۽ ائين ئي رسالي ۾ اچي ويا هئا. ان وقت تعليم کاتي پاران ڇپايل شاهہ جي رسالي ۾ موجود جن سُرن تي لعلچند امرڏني مل اعتراض ڪيو هو، سي هئا سُر بيراڳ، سُر بسنت بهار، سُر هير رانجهو ۽ سُر سينهن ڪيڏارو، سُر مارو، سُر ڊول مارئي، سُر پورب، سُر ڌناسري، سُر ڪاموڏ ۽ سُر ڪارايل. پوءِ وقت ثابت ڪيو تہ انهن ڏهن سُرن مان ڪيترن ٻين عالمن بہ رسالي مان خارج ڪرڻ جي ڳالهہ ڪئي ۽ هاڻي سُر مارئي، سُر پورب، سُر ڪاموڏ ۽ سُر ڪارايل کان سواءِ ٻيا سر رسالن ۾ شامل نہ ڪيا وڃن.

لالچند امرڏني مل پنهنجي ساٿيءَ ساهت سوسائٽيءَ پاران 1916ع ۾ "سونهارو سچل" ۽ 1917ع ۾ "بيرنگ باغ جو گل سنڌي" نالي ڪتاب ڪڍيا هئا، جن ۾ ٿورو گهڻو شاعرن جي ڪلام تي بہ اظهار خيال ڪيو ويو هو. "سونهارو سچل" ۾ هن شاهہ ۽ سچل جي ڀيٽ بہ ڪئي آهي ۽ شاهہ جي انداز کي ڌيمو ۽ مانيٺو سڏيو آهي ۽ سچل کي گهڻو جوشيلو. شاهہ کي شينهن ۽ سچل کي شڪرو شهباز ڪوٺيو آهي. ڄيٺمل پرسرام گلراجاڻيءَ 1915ع ۾ "شاهہ ڀٽائيءَ جي حياتي" نالي ڪتاب ڇپايو هو، جنهن ۾ گهڻو ڪري شاهہ جي زندگيءَ جو احوال هو، پر سندس صوفيائي فلسفي جي بہ ڪجهہ اپٽار ٿيل هئي. جڏهن تہ ڄيٺمل پرسرام هڪ ٻيو ڪتاب "سچل سرمست" 1922ع ۾ لکيو ۽ ان ۾ شاعر توڙي سندس شاعريءَ جي باري ۾ باقاعدي تنقيد ڪئي. هن سچل جي ڪلام کي سُرن ۾ ورهايو. هن ڀيٽا ڀيٽي قسم جي تنقيد (Comparative criticism) ڪئي، جنهن ۾ سچل حضرت عيسيٰ ۽ پتنجلي وغيره جي فلسفي کي ڀيٽي "آهيان، ناهيان" وارو نڪتو سمجهايو. سو اهڙيءَ ريت وحدت الوجود جي فلسفي کي مختلف حوالن سان ڀيٽي نتيجو ڪڍڻ جي روايت پئي.

ڀيرومل مهرچند آڏواڻي (1876-1953ع) سنڌي ٻوليءَ جو تمام وڏي پائي جو اديب ۽ محقق هو. هن سنڌي ٻولي، ان جي گرامر ۽ ادبيات بابت تحقيقي ۽ تنقيدي مقالا لکي پاڻ مڃايو. سندس اهم ڪتابن ۾ ڪو باقاعدي ڪتاب تنقيد تي ڪونهي، البت مختلف رسالن ۾ هو تنقيدي مضمون لکندو رهندو هو. جن مان "سنڌ جو سيلاني"، "چونڊ ڪلام" ۽ "ڀٽائي گهوٽ جي ورسي" سان گڏ شاهہ جي ٻوليءَ تي ڪيترا مضمون لکيا هئائين.

سنڌي ٻوليءَ ۾ تنقيد جو سلسلو وڌندو رهيو ۽ اها شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي شاعريءَ جي وڏائي ۽ عظمت چئجي، جو ان سلسلي ۾ سڀ کان وڌيڪ ڪم سندس حوالي سان ٿيو. اهو تنقيدي سلسلو عروج تي تڏهن پهتو، جڏهن ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ (1884-1947ع) شاهہ صاحب جي رسالي جا ٽي جلد ڇپرايا ۽ انهن جو عالماڻو مقدمو (مقدمہ لطيفي: 1936ع) لکيو، جيڪو شاهہ تي ٿيل تنقيدن ۾ سڀ کان وڌيڪ علمي، اصولي ۽ عملي تنقيد جو مظاهرو هو. اهو مقدمو پوءِ 'مقدمہ لطيفي' جي عنوان سان جدا ڪتابي صورت ۾ بہ ڇپيو. هن مقدمي ۾ ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ باقاعدي

تجزياتي (Analytical) انداز ۾ شاهه جي شاعريءَ جي مختلف پهلوئن تي تنقيدي نظر وجهي لکيو. ڊاڪٽر صاحب لنڊن مان انگريزي ادب ۾ پي. ايچ. ڊي ڪئي هئي. سندس مقالي جو موضوع "انگريزي شاعريءَ ۾ تصوف" هو. جنهنڪري هن کي صوفيائڻ موضوعن سان دلچسپي پيدا ٿي. هو فارسي ٻوليءَ جو استاد به هو.

هن شاهه جي رسالي جو پهريون جلد 1923ع ۾ تيار ڪيو. جنهن لاءِ هن شاهه جي ڪلام جا ان وقت تائين ڇپيل ۽ ٻيا قلمي نسخا هٿ ڪري باقاعدي پيٽ ڪئي ۽ ڪيترا بيت پنهنجي رسالي مان ڪڍي ڇڏيا، جنهنڪري مٿس پوءِ تنقيد به ٿي. بيتن جي شرح ۽ سمجهاڻيون ڏيڻ لاءِ باقاعدي لسانيات جي علم جي مدد ورتائين. شاهه صاحب جيئن ته وچولي ۽ لاڙ جو لهجو ڪتب آندو هو، ان ڪري ان کي ئي قائم رکندي سندس ٻوليءَ جو اڀياس ڪيائين. مقدمي ۾ موجود بابن ۾ شاهه جي حياتيءَ جو احوال، شاهه جو مذهب، ويدانت ۽ تصوف، شعر ۽ شاعري، مضمون ۽ عبارت، شاهه جي سنڌي ۽ ان جون نحوي بناوتون تفصيل سان ڏنائين. عام طرح سان عملي تنقيد جي اصولن ۾ انهن شاعريءَ جي پهلوئن جي پرک ڪبي، جن ۾ فن ۽ فڪر ٻنهي کي بحث هيٺ آڻبو آهي. انهيءَ خيال کان گربخشاڻيءَ جي تنقيد کي **سائنسي تنقيد** پڻ چئي سگهجي ٿو. ڇاڪاڻ ته مٿي بيان ڪيل هر هڪ باب ۾ سائنسي نموني سان موضوع جي ڇنڊڇاڻ ڪري پوءِ پنهنجي خيال موجب شاهه جي انهن معيارن تي پرک ڪئي اٿس، مثلاً: ڪلام جي فصاحت، بلاغت ۽ سلاست تي لکندو هئس ته پهرين انهن شاعراڻين خصوصيتن جي وصف بيان ڪري انهن جي شاعريءَ ۾ اهميت بيان ڪيائين ۽ پوءِ شاهه جي ڪلام ۾ اهي خاصيتون ڳوليائين ۽ ڪيترن ئي بيتن جا مثال ڏئي اهي ثابت ڪيائين.

هي مقدمو ڪتابي صورت ۾ 1936ع ۾ ڇپيو هو. هن مقدمي جي باري ۾ اُن دور جي عالمن ۽ اديبن جيڪا به راءِ قائم ڪئي، ان جو اظهار مختلف رسالن ۽ اخبارن وغيره ۾ ڪيو ويو ۽ اهڙيءَ ريت پهريون ڀيرو ڪنهن تنقيدي ڪتاب تي تنقيد جو رواج پيو. اهي تنقيدي رايا موافقت ۽ مخالفت جو هڪ سلسلو بڻجي ويا. پهريون نقاد جنهن "مقدمهء لطيفيءَ" تي تنقيد ڪئي، سو ڄيٺمل پرسرام هو. هن پارتواسي اخبار ۾ اهڙا مضمون لکيا ۽ ڇپايا، جن ۾ هن سندس ترتيب ڏنل رسالي ۽ ان جي مقدمي مان ڪيتريون غلطيون ڪڍيون. جڏهن ته سندس ساٿ ڏيڻ وارن ۾ مرزا قليچ بيگ ۽ ليلارام سنگهه هئا ۽ مخالفن ۾ لعل چند امر ڏنو مل، ڀيرو مل مهرچند آڏواڻي ۽ ٻيا هئا. ان هوندي به جڏهن ته اهي بحث علمي ادبي سطح جا هئا، ان ڪري ڪافي ڪارائتي تنقيد معلوم ٿئي ٿي.

ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ تي تنقيد ڪرڻ وارن جو خيال هو ته هن پنهنجي لکت ۾ اجايا ۽ ڏکيا عربي ۽ فارسي لفظ ڪتب آندا آهن. پهريون پهريون اعتراض لفظ "مقدمي" تي ٿيو ٻين لفظن ۾ سوانح، حوالا، ولادت، سياحت، ملاجعت، متعدد وغيره تي اعتراض ڪيو ويو جو ته انهن لفظن جا متبادل سولا سنڌي لفظ موجود آهن. ٻيا اجايا ۽ ڏکيا اصطلاح، جيڪي اعتراض هيٺ آيا، تن ۾ "مشرقي دماغ، افسانه پردازي، حاذق حڪيم، نوع انسان جي طبع جي نبض شناس، شيرين شمال جي سودا" وغيره شامل آهن.

شاعريءَ جي ڪتابن تي تنقيد جي سلسلي کان پوءِ پهريون ڀيرو 1925ع ۾ هڪ نثر جي ڪتاب تي تنقيد ڪئي وئي، جيڪو امرڏني مل جو انگريزيءَ مان ترجمو ٿيل هڪ ناول هو. نقاد ڄيٺمل پرسرام ڪتاب جي ٻوليءَ جي تمام گهڻي تعريف ڪئي ۽ اُن کي سولي ۽ سلوڻي سڏيو. گڏوگڏ ڪهاڻيءَ جي مقصديت ۽ دردمنديءَ جي به ساراهه ڪيائين. ڪردار نگاريءَ جي حوالي سان به هن کي هن ناول ۾ گهڻيون خوبيون نظر آيون. ناول جي تنقيد ۾ ان جي ڪهاڻي، پلاٽ، ڪردارن، منظر نگاريءَ مڪالمن، مقصد حيات وغيره جي ڇنڊڇاڻ ڪئي ويندي آهي، سا اهڙي ترتيب سان ڪانه ڪئي وئي (شايد ان ڪري جو اهو اصلوڪو نه، پر ترجمو ٿيل ناول هو). ان هوندي به ان جي اهميت ۽ افاديت تي چڱي روشني وڌي وئي هئي.

**مضمون:** نثر جي هڪ ٻي صنف مضمون نگاريءَ جي حوالي سان تنقيد 1925ع ۾ پهريون ڀيرو لعل چند امر ڏني مل ڪئي. جيڪا پرمانند ميوارام جي مضمونن جي مجموعي "گل ڦل" تي هئي. اهي مضمون پرمانند ميوارام پنهنجي اخبار "جوت" مان چونڊي، گڏ ڇپايا هئا. هن تنقيد ۾ ڀيرومل ڪتاب ۾ ڏنل مضمونن جي ٻوليءَ جي ساراهه ڪئي ۽ سنڌيءَ کي جديد معيارن ڏانهن وٺي ويندڙ سڏيو. هن مضمونن جي چونڊ ۾ موضوعن جي گهڻ رنگيءَ کي به ساراهيو. پرمانند جي ٻوليءَ کي سليس ۽ ٻاهرين ڌارين عنصرن کان پاڪ ڄاڻايو ۽ لکيو ته "هي ڪتاب نه رڳو واندڪائيءَ جي وندر ٿي سگهي ٿو پر گنڀيرتا ۽ سنجيدگيءَ واري سکيا سان به ڀرپور آهي."

ان دور ۾ نڪرندڙ اڪثر اخبارن ۽ رسالن جهڙوڪ پارتواسي ۽ سنڌو وغيره ۾ مختلف ڪتابن، مضمونن ۽ ناٽڪن تي تنقيدي مضمون ڇپبا رهندا هئا يا تبصرا ڪيا ويندا هئا، جن ۾ ليکڪن جون خوبيون ۽ خاميون بيان ڪيون ويندي هيون ۽ ڪتاب يا ليک جي مختلف پهلوئن تي پڻ تنقيد ڪئي ويندي هئي.

**ناٽڪ:** ناٽڪن جي سلسلي ۾ پهرين تنقيد لعل چند امر ڏني ۽ ڊنگي مل ٽڏاڻيءَ جي هڪ ناٽڪ "سهڻي ميهار" تي جنوري 1941ع ۾ "سنڌو" رسالي ۾ شايع ٿي جنهن ۾ ڊرامي جي ٽيڪنڪ ۽ اصولن کي نظر ۾ رکي تنقيد ڪئي وئي هئي، پر ته به ڪن ٻين ڳالهين تي اعتراض به ڪيا ويا هئا، مثلاً: سورمن ۽ سورمين جي عشق جو بيان يا ڪي ٻيون ڳالهيون ناپسند ڪيون ويون هيون ۽ نقاد لکيو هو "ناٽڪ ۾ خيال ۽ چرتر (ڪردار) عمل مان ظاهر ٿيڻ گهرجي، پر هتي عمل جي اٽاٽ بلڪ عدم موجودگي آهي". ڪردارن ۾ سهڻي ميهار، سندن پيءُ ۽ ماءُ، نوڪرياڻيءَ وغيره جي عملن تي به تنقيد ڪئي وئي ۽ سهڻي ميهار جي بي حجاب ملڻ ۽ عشق ڪرڻ کي ننديو ويو هو. سندن ان بي حجابيءَ کي بي حيائيءَ ۽ بي فضيلت روش سڏيو ويو هو. ٻوليءَ جي حوالي سان ان جي ڪجهه تعريف ڪئي وئي، پر ان کي ناٽڪ جي ڍانءَ جي ٻولي نه سمجهيو ويو.

هڪ ٻيو ناٽڪ "شڪنتلا" نالي سنسڪرت مان ڪلياڻ آڏواڻيءَ ترجمو ڪري 1946ع ۾ ڇپرايو جنهن جو اصل ليکڪ ڪاليداس هو. هن ڪتاب تي به 'سنڌو' رسالي ۾ تنقيد ٿي هئي. جنهن ۾ ان جي ٻوليءَ کي سپڪ سوادي سڏيو ويو، پر ڪٿي ڪٿي فارسيءَ ۽ عربيءَ کان سواءِ سنسڪرت جا اڻ ٺهڪندڙ لفظ ۽ اصطلاح استعمال ڪرڻ تي تنقيد ڪئي وئي هئي.

ورهاڱي کان اڳ جن سنڌي رسالن باقاعدي سنڌي ادب جي خدمت ڪئي، تن ۾ ماهوار "سنڌو" ماهوار "اديب سنڌ" ۽ ته ماهي "مهراڻ" شامل هئا. انهن رسالن لکندڙ عالمن ۽ اديبن مان ڪيترائي نقاد طور متعارف ٿيا، جن جا تنقيدي مضمون شايع ٿيندا رهيا. انهن مان "مهراڻ" جي اشاعت اڄا تائين جاري آهي.

تنقيد نگاريءَ جو سلسلو ورهاڱي کان اڳ ۽ پوءِ به جاري رهيو آهي. ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي، علامه دائود پوٽو، محمد صديق مسافر، لطف الله بدوي، پروفيسر لوڪومل ڪيسواڻي، پيرومل مهرچند آڏواڻي، لعلچند امر ڏنومل، منگهارام ملڪاڻي، جيٺمل پرسرام، خانبهادر محمد صديق ميمڻ، عبدالواحد سنڌي ۽ ٻيا ورهاڱي کان اڳ تنقيد نگاريءَ ۾ اڀرندڙ رهيا. پاڪستان کان پوءِ جي اهم نقادن ۾ غلام محمد شاهواڻي، علامه آءِ آءِ قاضي، جي. ايم. سيد، محمد عثمان ڏيپلائي، ڊاڪٽر شيخ ابراهيم 'خليل'، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، محمد ابراهيم جويو، مولانا دين محمد وفائي، مرحوم احسان بدوي، اسد الله شاهه تڪڙائي، پروفيسر غلام علي الانا، سراج الحق ميمڻ، ڊاڪٽر تنوير عباسي، رسول بخش پليجو، شمشير الحيدري، ذوالفقار راشدي، ڊاڪٽر قاضي خادم ۽ ٻين جا نالا اهم آهن. جديد سنڌي ادب ۾ تنقيد نگاريءَ جي سلسلي ۾ محمد ابراهيم جويو، رسول بخش پليجي، رشيد ڀٽي، ڊاڪٽر فهميده حسين، عبدالقادر جوڻيجي، بدر ابڙي، تاج بلوچ، ولي رام ولڀ، حيدر علي لغاري، ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، سحر امداد، ڪيرت ٻاٻاڻي، اي. جي. اتم، لعل پشپ، شيام جئسنگهاڻي، پرم ابيچنداڻي، پريم پرڪاش، آنند ڪيماڻي، ڊاڪٽر جگديش لڇاڻي، هريش واسواڻي، ڊاڪٽر موتيلال جوتواڻي، پوپٽي هيرانندڻي، موتي پرڪاش، لڇمي کلاڻي، پروفيسر هيري شيوڪاڻي، عبدالواحد آريسر، جامي چانڊيي، تاج جويي، بدر ابڙي ۽ ٻين تنقيد جي حوالي سان گهڻو لکيو آهي.

سنڌ ۾ ٻن اهم ترين شاعرن "شاهه لطيف" ۽ "شيخ اياز" تي سڀ کان وڌيڪ تحقيق به ٿي آهي ته تنقيد به. خاص ڪري اياز تي گهڻن ئي رخن کان لکيو ويو آهي. جڏهن ته شاهه صاحب تي ورهاڱي کان اڳ ئي ڪيترن عالمن تحقيق ڪئي ۽ تنقيدي تجزيي نگاريءَ ۾ شامل ٿئي ٿي. شاهه لطيف تي تحقيق ڪندڙ ليکڪائن ۾: ڊاڪٽر درشهوار سيد، پروفيسر امينا خميساڻي، ڊاڪٽر فهميده حسين سرِفهرست آهن ۽ ويجهي ماضيءَ ۾ ج.ع منگهاڻي، ڊاڪٽر انيس فاطمه سومرو، ڊاڪٽر ام ڪلثوم ۽ تهمينه مفتيءَ لطيفيات جي حوالي سان تحقيق ڪئي آهي، سندن تحقيقن دوران تنقيدي پهلو به موجود آهن. ڊاڪٽر درشهوار، ايڊمبرا يونيورسٽيءَ مان "The Poetry of Shah Latif" جي عنوان سان پي. ايڇ. ڊي ڪئي. پروفيسر امينا خميساڻيءَ شاهه جي شاعريءَ جو انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيو ۽ ڊاڪٽر فهميده حسين "شاهه لطيف جي شاعريءَ ۾ عورت جو روپ" عنوان سان پي. ايڇ. ڊي ڪئي آهي. جڏهن ته شيخ اياز تي سندس حياتيءَ ۾ ئي فني ۽ نظرياتي حوالن سان تنقيد ٿيندي رهي آهي، پر مڪمل تنقيدي شعور سان اياز تي محمد ابراهيم جويي، مولانا گراميءَ، رسول بخش پليجي، ولي رام ولڀ، عبدالواحد آريسر، امداد حسينيءَ، رشيد ڀٽيءَ، قربان بگٽيءَ، اعجاز منگيءَ، اڪبر لغاريءَ، جامي چانڊيي ۽ تاج جويي سميت ڪيترن ليکڪن ۽ شاعرن مضمون ۽ مقالا لکيا آهن ۽ اهو سلسلو سندس وفات کان پوءِ به جاري رهيو.

جيڪڏهن گذريل پنجاهه - سٺ سالن تي نظر ڦيرائبي ته تنقيد ۽ تنقيد نگاريءَ بابت هيٺيان ڪتاب ۽ نقاد اهم نظر ايندا:

1948ع ۾ ڊاڪٽر شيخ ابراهيم 'خليل' جو ڪتاب "رهنمائي شاعري" جو ٽيون ڀاڱو ڇپيو، جنهن ۾ شعر جي سيني فني رخن تي روشني وڌي وئي. ان کان اڳ "رهنمائي شاعري" جي پهرئين ڀاڱي جي بيان ٽئين ۾ شعر و شاعريءَ جي خلاف ٿيل ڪڇ ڳالهين جو تنقيدي جواب ۽ چوٿين بيان ۾ شعر و شاعريءَ جي اثر کي مثالن سان بيان ڪيو ويو آهي. ان پهرئين ڀاڱي جو ٻيو ڇاپو وري 1956ع ۾ ڇپيو.




1949ع ۾ جي. ايم. سيد جو مشهور ڪتاب "پيغام لطيف" اداره انسانيت، حيدرآباد پاران ڇپيو. هن ڪتاب ۾ شاهه صاحب جي زندگيءَ، ان دور جي سماجي ۽ سياسي منظرنامي کان سواءِ شاهه لطيف جي تخيل ۽ فڪر بابت اهم مضمونن سان گڏ شاهه لطيف ۽ علامه اقبال جي نظرين تي تفصيلي روشني وڌي وئي آهي. اڄ تائين هن ڪتاب جا ڪيترا ڇاپا مختلف اشاعتي ادارن شايع ڪيا آهن.

1961ع ۾ سرور علي 'سرور' جي هڪ تنقيدي تصنيف "ڪارٽي" (شاهه عليه الرحمة جو فلسفو) شايع ٿي.

1964ع ۾ غلام محمد گراميءَ جو طويل مقالو "مشرقي شاعري جا قدر ۽ رجحانات" منظرعام تي آيو.

1965ع ۾ شمس الدين عرسانيءَ جو ڪتاب "سنڌي ادب ۽ تنقيد". رونق پبليڪيشن حيدرآباد پاران شايع ٿيو. جنهن ۾ سنڌي ادب ۾ تنقيد، نقاد ۽ سماجي مسئلن تي ڀرپور روشني وڌي وئي آهي.

1966ع ۾ منگهارام ملڪاڻيءَ جو ڪتاب "سنڌي نثر جي تاريخ" ڀارت مان ڇپيو. بعد ۾ 1977ع ڌاري حيدرآباد جي زيب ادبي مرڪز طرفان ان جو ٻيو ڇاپو شايع ٿيو. هيءُ ڪتاب، ادبي تاريخ ۽ تنقيد ۾ بنيادي ڪتاب چئجي ته وڌاءُ نه ٿيندو. منگهارام ملڪاڻيءَ جا بعد ۾ "ورهاڱي کان پوءِ سنڌي نثر جو جائزو" ۽ "آلوچنا - سمالوچنا" عنوان سان پڻ تنقيدي ڪتاب ڇپيا آهن.

1966ع ۾ شيخ عبدالرزاق "راز" جو ڪتاب "تنقيد ۽ تجزيو" ڇپجي آيو. جيڪو تنقيدي ادب تي هڪ اهم ڪتاب آهي.

1967ع ۾ نامياري نقاد رسول بخش پليجي جو ڪتاب "انڌا اونڌا ويڄ" ڇپيو. هيءُ ڪتاب ون يونٽ واري دور ۾ سنڌي ادب خلاف گمراهه ڪن مهم جي جواب ۾ مضمونن تي مشتمل آهي. جيڪي روزاني خادم وطن ۾ ڇپيا هئا.

1971ع ۾ پروفيسر احسان بدويءَ جو ڪتاب "تنقيد ۽ تنقيد نگاري" ڇپيو. ليکڪ هنن مضمونن ڪي پنهنجي ادبي ۽ تنقيدي شعور جا ڀرپور نقش سڏيو آهي. هن ڪتاب ۾ ليکڪ سچل سرمست جي اردو ڪلام جي جائزي سان گڏ پير حسام الدين راشدي ۽ لطف الله بدويءَ جي تحريرن تي تنقيد به لکي آهي، جن سنڌس نظر ۾ سچل سرمست سان انصاف نه ڪيو آهي. ان کانسواءِ احسان بدويءَ سنڌي غزل جي ابتدا ۾، مرزا قليچ بيگ جي ناول "زينت" ۽ علامه اقبال جي ڪتاب "بال جبريل" تي به تنقيدي نگاهه وڌي آهي.

1971ع ۾ ڊاڪٽر عبدالمجيد ميمڻ جو ڪتاب "سنڌي علم، ادب/ اصول ۽ اهڃاڻ" ڇپجي آيو، جنهن ۾ تنقيدي پهلو اُجاگر ٿيل آهن.

1971ع ۾ ئي ڊاڪٽر ارجن شاد جو ڪتاب "ٻيوس ۽ نئون دور" پڌرو ٿيو. جنهن جي پهرئين باب ۾ هن سنڌي شاعريءَ جي ارتقا بيان ڪندي "گل"، "سانگي"، "مرزا قليچ بيگ" ۽ ٻين شاعرن جي ڪلام تي ٽيڪا ٽپڻي ڪئي آهي ۽ پوءِ ساڳئي باب ۾ "ٻيوس" جي قلمي صلاحيتن

ڪي بيان ڪيو آهي. ٻئي باب ۾ 'بيوس' جي شعري مجموعي "شيرين شعر" جو تنقيدي جائزو ورتو ويو آهي. ٽئين باب ۾ ٻارن لاءِ لکيل سندس ڪتاب "موُجي گيت" جو تنقيدي جائزو پيش ڪيو آهي. ان ڪانسواءِ "گرونانڪ جيون ڪوتا" ۽ "بيوس گيتانجلي" ڪتاب جو جائزو بيان ڪيو ويو آهي. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو 1978ع ۾ ڇپيو.

1972ع ۾ "ڪهاڻي ڪلا جو وڪاس جي عنوان سان لعل پشپ جو ڪتاب ڇپجي آيو. جنهن ۾ سنڌي ڪهاڻيءَ بابت تنقيدي مواد شامل آهي. ساڳئي سال 1972ع ۾ لعل پشپ جو ٻيو ڪتاب "درشٽي ۽ درسني" ڇپيو. جيڪو پڻ تنقيدي ادب جو اهم ڪتاب آهي.

1975ع ۾ "نوان افق" عنوان سان جديد سنڌي ڪهاڻيءَ جي تنقيدي ڇنڊڇاڻ بابت ڪتاب ڇپيو. جنهن ۾ وشنو ڀاٽيا، ايشور چندر، موهن ديپ، برج موهن، ناري پدم، گوردن تنوائي، آنند کيماڻي، هريش واسواڻي، هيري شِوڪاڻي، پريم پرڪاش ۽ شيام جئسنگهاڻي جي ڪهاڻين جو تنقيدي جائزو ورتل آهي.

ان عرصي ۾ تحقيقي مقالن/ ٿيسز جي ڇپجڻ ۽ انهن تي بہ تنقيد جو سلسلو شروع ٿيو. ڇو تہ تحقيق جي ڪم ۾ تنقيد جو عنصر پڻ ضرور هوندو آهي. مئي 1978ع ۾ ڊاڪٽر الهداد ٻوهئي جو تحقيقي مقالو "سنڌي ٻوليءَ جو سماجي ڪارج" سنڌالاجي، ڄامشوري پاران شايع ٿيو. جنهن جو نگران ڊاڪٽر غلام علي الانا هو. هن ٿيسز ۾ پنج باب شامل آهن. جن ۾: "سماج"، "ٻولي ۽ ڪلچر"، "سنڌي ٻوليءَ جو ادب ۽ ان جو سماجي اڀياس"، "اشارن واري ٻولي ۽ ان جو سماجي اڀياس" ۽ آخر ۾ "علم، معنيٰ ۽ ان جي سماجي حيثيت" شامل آهن.

1980ع ۾ الهداد ٻوهئي جو ڪتاب "تنقيدون" منظر عام تي آيو. ان ڪتاب ۾ مغرب جي تنقيدي لاڙن تي روشني وڌل آهي ۽ ان موجب ڪن سنڌي تحريرن جو جائزو ورتو ويو آهي. هن ڪتاب ۾ خاص طور مارڪسي تنقيدي معيارن جي اپٽار هئي. ساڳئي سال 1980ع ۾ منگهارام ملڪاڻيءَ جو ڪتاب "ڀارت ۾ سنڌي ساهت جو مختصر تنقيدي جائزو" ڇپيو.

1980ع ۾ "عزيز: شخص ۽ عالم" نالي سان پوپٽي هيراننداڻي جو ڪتاب ڇپيو. پوپٽيءَ جو ٻيو بہ ڪتاب "تنقيدي مضمون" 1984ع ۾ ڇپيو.

1980ع ۾ ئي ممتاز مهر جو ڪتاب "ويچار" ڇپيو. جيڪو پڻ اهم تنقيدي ڪتاب آهي. هن ڪتاب ۾ ان وقت سنڌيءَ ۾ آيل نون لاڙن موجب لکيل ادب تي تنقيد شامل هئي. جنهن ۾ جديد شعور جو وهڪرو ۽ ٻيا لاڙا شامل آهن.

1981ع ۾ ڊاڪٽر شمس الدين عرساڻيءَ جو ڪتاب "آزاديءَ کان پوءِ سنڌي افسانوي ادب جي اوسر" ڇپيو. جنهن ۾ افساني جي حوالي سان تفصيلي بحث ٿيل آهي.

1981ع ۾ مراد علي مرزا "ادبي تنقيد جا اصول" ڪتاب ترجمو ڪيو. جيڪو اصل 'پروفيسر ليسلي ايبرڪرامبي' جو لکيل هو. جيڪو سنڌيءَ ۾ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ طرفان شايع ٿيو.

1981ع ۾ ڏاري قربان علي بگٽيءَ جو ڪتاب "سيڻ متائن سون تي" فڪر و نظر پبليڪيشن پاران ڇپيو. جيڪو پير علي محمد راشدي ۽ سندس ڪتاب "اهي ڏينهن، اهي شينهن" جي جائزي تي مشتمل آهي.

1983ع ۾ ڊاڪٽر اياز قادريءَ جي ٿيسز "سنڌي غزل جي اوسر"، سنڌالاجيءَ طرفان شايع ٿي. جنهن ۾ تنقيدي لحاظ کان سنڌي غزل جي اهم شاعرن جي غزلن جو جائزو ورتو ويو آهي.

1983ع ۾ ڊاڪٽر درمحمد پٺاڻ جو ڪتاب "جو ڪيو مطالعو مون" عنوان سان تنقيدي سلسلي جو ڪتاب ڪويتا ساهتيہ مالها، احمد آباد، ڀارت ۾ ڇپيو.




1983ع ۾ نامور نقاد رسول بخش پليجي جو ادبي تنقيد تي ڪتاب "سنڌي ذات هنجن" سنڌي ادبي پبلشنگ ايجنسي، حيدرآباد پاران شايع ٿيو. اڳتي هلي هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو سنڌي ساهت گهر طرفان شايع ٿيو. هن ڪتاب ۾ ٽين دنيا جي ملڪن ۾ تنقيدي معيار مقرر ڪرڻ جي ضرورت تي زور ڏنل آهي ۽ ادب ۾ مدي خارج، رجعت پسند موضوع آڻڻ جي خلاف راءِ آهي.

ساڳئي ئي سال 1983ع ۾ ممتاز مهر جو ڪتاب "سنڌ ۾ سنڌي ڪهاڻي جي اوسر" ساهت ڏارا، ڪراچيءَ وارن ڇپايو.

1984ع ۾ هريش واسواڻيءَ جو ڪتاب (2004ع) ڇپيو. جيڪو 1940ع کان 1984ع تائين جي سرجيل ادب جي، جائزي تي مشتمل تنقيدي ڪتاب آهي.




1984ع ۾ ڊاڪٽر الهداد ٻوهئي جو ڪتاب "ادب جا فڪري محرڪ" سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت، حيدرآباد پاران شايع ٿيو. جنهن ۾ ٻوهئي صاحب ادب، فڪر ۽ تنقيد جي حوالي سان تفصيلي ڇنڊڇاڻ ڪئي آهي. ان ڪتاب جي اٺين باب ۾ تنقيد جي فڪري ڪردار تي بہ روشني وڌي وئي آهي.

1985ع ۾ هريش واسواڻيءَ جو ڪتاب "سنڌي تنقيد" ساهتيا اڪادمي نيو دهليءَ پاران شايع ٿيو. جنهن ۾ اهم اديبن جا مختلف تنقيدي مضمون شامل آهن.

1985ع ۾ ئي بدر ابڙي جو ڪتاب "تنقيد- ارتقائي جائزو" ڇپجي منظر عام تي آيو. جيڪو تنقيد جي ارتقا بابت بهترين معلوماتي ڪتاب آهي. هن ڪتاب ۾ بدر ابڙي يورپ ۾ آيل نئين سجاڳيءَ، حيات سڌار نظرين تي روشني وڌي آهي ۽ شاهہ لطيف جي فن بابت نظريي تي نئين انداز ۾ لکيو آهي.

1986ع ۾ خاڪي جويي جو ڪتاب "ترقي پسند ادب جا معيار" ڇپيو. جنهن جو مهاڳ مرحوم فقير محمد لاشاريءَ لکيو. هن ڪتاب ۾ خاڪي جويي مارڪسوادي تنقيد کي اجاگر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

ساڳئي سال 1986ع ۾ ذوالفقار راشديءَ جو ڪتاب "ڪسوٽي" سڳند پبليڪيشن، لاڙڪاڻي طرفان ڇپيو. جنهن ۾ تنقيدي مضمون شامل آهن.

1987ع ۾ شيخ اياز جو ڪتاب "خط انٽرويو ۽ تقريرون" شايع ٿيو. جنهن ۾ شامل مضمونن ۽ تجزين ۾ تنقيدي پهلو نمايان آهي.

1988ع ۾ ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ جو ڪتاب ”ترورا“ سهڻي پبليڪيشن طرفان شايع ٿيو. جيڪو هائيڪو، آزاد نظم، ادب ۽ سائنس کان سواءِ ڪتابن تي لکيل تجزين ۽ تنقيدن جو مجموعو آهي.

1988ع ۾ پريم پرڪاش جي شاعريءَ تي لکيل تنقيدي مقالن جو ڪتاب ”ڪوتا“ مارڪيٽ ۾ آيو. 1989ع ۾ سندس تنقيدي مقالا ”ڪهاڻي“ سنڌي ڊراما ورڪشاپ، احمد آباد پاران ڇپجي پڌرو ٿيو.

1991ع ۾ ڊاڪٽر غلام نبي سڌايي جي پي. ايڇ. ڊي ٿيسز ”شاهه لطيف جي شاعري ۾ علامت نگاري“ جي عنوان سان سنڌ ثقافت کاتي طرفان ڪتابي صورت ۾ شايع ٿي، جنهن ۾ ڀٽائيءَ جي شاعريءَ کي جديد مغربي معيارن موجب پرکڻ جي روايت برقرار رکي وئي آهي. جنهن جي شروعات ڊاڪٽر تنوير عباسي ”شاهه لطيف جي شاعري“عنوان سان 80 واري ڏهاڪي ۾ ڪئي هئي.

1991ع ۾ ڊاڪٽر شاهنواز سودر جي پي. ايڇ. ڊي ٿيسز ”سنڌي ثقافت ۽ شاهه لطيف“ پڻ شاهه تحقيقي مرڪز طرفان شايع ڪئي وئي. هن ڪتاب ۾ لطيف جي شاعري ۽ ثقافت جي اثر کانسواءِ ڪلام جي ٻولي ۽ فني پهلوءَ تي بحث ڪيل آهي.

1992ع ۾ ڊاڪٽر فهميده حسين جي پي. ايڇ. ڊي ٿيسز ”شاهه لطيف جي شاعريءَ ۾ عورت جو روپ“سنڌ ثقافت کاتي پاران شايع ٿي، جنهن ۾ ڊاڪٽر فهميده حسين، شاهه جي سورمين جي ڪردارن تي نئين انداز سان روشني وجهي، ڪي نيون روايتون وڌيون آهن. جنهن سان سنڌيءَ ۾ ”Woman Studies“ جو نئون موضوع سنڌيءَ ۾ متعارف ٿيو. تنقيدي حوالي سان اڳ ۾ ڪيل تنقيد ۽ تحقيق سان اختلافي راءِ رکي وئي آهي.




1992ع ۾ پروفيسر ارجن شاد جي ڪتاب ”سنڌي غزل“ جو ٻيو ڇاپو، خليل پبليڪيشن، سکر پاران شايع ٿيو.

1993ع ۾ تاج جويي جو ڪتاب ”نيڻ مهڪي خيال جاڳيا“ روشني پبليڪيشن ڪنڊياري ڇپي پڌرو ڪيو، جنهن ۾ هن جديد سنڌي شاعريءَ جو اڀياس بهتر نموني پيش ڪيو آهي. هن مجموعي ۾ استاد بخاري، راشد مورائي، اياز گل، خاڪي جويي ۽ ٻين نئين ٽهيءَ جي نمائنده شاعرن جي شاعريءَ تي اهم تجزيو پيش ڪيل آهي. ان کانسواءِ ڪتاب ۾ ”هائيڪو“ جي ڪجهه اهم شاعرن تي به تنقيدي شعور سان تبصرو ڪيل آهي.

1994ع ۾ ”ٻوهٽي جون تحريرون“ ڪتاب ناز سنائيءَ پاران ترتيب ڏنل، سنڌي ساهت گهر پاران ڇپايو ويو، جنهن ۾ ڊاڪٽر الهداد ٻوهيو جا مختلف ڪتابن ۾ لکيل مهاڳ ۽ ٻيا اهم تجزياتي مضمون شامل ڪيا ويا آهن.

1994ع ۾ ئي تاج جويي جو جديد سنڌي شاعريءَ جي اڀياس جي سلسلي ٻيو ڪتاب، ”تلسين جي سرهاڻ“ نالي سان مارڪيٽ ۾ آيو، جيڪو پڻ تجزياتي ۽ تنقيدي شعور سان لکيل آهي.

1995ع ۾ ”چنڊ چاڻ“ جي عنوان سان ستيش روهڙا جو ڪتاب آديپور (ڀارت) مان شايع ٿيو، جنهن ۾ سنڌي ادبي تنقيد جون نيون تقاضائون، هند ۾ سنڌي نثر ۽ ٻوليءَ جو اڀياس، سنڌي ادب جا دور ۽ منزلون، پرمانند ميوارام بابت تنقيدي مقالو ۽ ٻيا مضمون شامل آهن.

1996ع ۾ ڊاڪٽر عبدالمجيد ميمڻ جو ڪتاب ”سنڌي ادب جو تنقيدي اڀياس“ منظر عام تي آيو 1997ع ۾ هيري ٺڪر جو ڪتاب ”تحقيق ۽ تنقيد“ ڇپيو جنهن ۾ هن سنڌي ڪهاڻي، پراڻن دستخطن جي پڙهڻي، شاهه لطيف، سنت ڪا ويرم سامي ۽ سامي جي مقام، قاضي قادن جي پوکي، روحل فقير پارت ۾ لوڪ ادب، ڀارت ۾ ادبي شخصيتون ۽ سنڌي مضمون نويسيءَ تي تنقيدي مقالا شامل آهن. 1998ع ۾ ”ساهتيه جي پرک“ نالي سان ڊاڪٽر جگديش لڇاڻيءَ جو ڪتاب شايع ٿيو.

1997ع ۾ ”لپ پر مهراڻ“ عنوان سان ريٽا شهاڻيءَ جي تنقيدي مضمونن جو ڪتاب سهڻي پبليڪيشن جئپور شايع ڪيو، جنهن ۾ هن آغا سليم جي ناول ”همه اوست“، منگهارام ملڪاڻيءَ جي ناٽڪ نويسيءَ ۾ يوگدان، ذوالفقار سيال جي ڪتاب ”ڳاڙها هٿ پيلا چهرا“، مريم مجيديءَ جي شعري مجموعي ”سرودم ذکر دکر“، پشپا ولڀ جي شاعري ”درياءَ کان ٻاهر“ ۽ آغا سليم جي ڪتاب ”پن ڇڻ ۽ چنڊ“ جو جائزو ورتو آهي.

1997ع ۾ ”وفائيءَ جا ڪتاب عالمن ۽ اديبن جي نظر ۾“ ڪتاب جي اشاعت وفائي اڪيڊمي ڪراچيءَ طرفان ٿي، جنهن ۾ مولانا دين محمد وفائيءَ جي ڪتابن تي لکيل عالمن ۽ اديبن جا مهاڳ ۽ تبصرا شامل ڪيا ويا آهن. جنهن جي ڪجهه تحريرن ۾ تنقيدي ۽ تقابلي انداز به محسوس ٿئي ٿو.

1998ع ۾ ڪراچي يونيورسٽيءَ جي ”شاهه لطيف چيئر“ طرفان ”شاهه ۽ سنڌ“ جي سري هيٺ ڪانفرنس منعقد ٿي، جنهن ۾ پڻ هند ۽ سنڌ جي عالمن اديبن شاهه جي ڪلام، فلسفي، ٻوليءَ، موسيقي ۽ سندس شاعريءَ ۾ موجود مزاحمتي لاڙن تي، تحقيقي ۽ تجزياتي مقالا پيش ڪيا، جن مان ڪي اڳتي هلي ٻن جلدن ۾ شايع ٿيا.

ان کانسواءِ هر سال شاهه ڀٽائيءَ جي عرس تي ٿيندڙ ادبي ڪانفرنس ۾ به اهڙن مقالن جو سلسلو جاري رهي ٿو، جيڪو پوءِ ثقافت کاتي طرفان هر سال ڪتابي صورت ۾ شايع ٿئي ٿو. انهن ڪتابن کي ترتيب ڏيندڙن ۾ حميد سنڌيءَ، تاج جويو، منظور احمد قناصرو، ڊاڪٽر محمد علي مانجهي ۽ ٻيا شامل آهن ۽ هر سال ڪنهن هڪ سُر تي تحقيقي ۽ تنقيدي مقالا لکڻ جي روايت هلندي پئي اچي.

1998ع ۾ سنڌ جي وڏي شاعر شيخ اياز جي فن ۽ فڪر تي به ڪتاب شايع ٿيا، جن ۾ جامي چانڊيي جو ڪتاب ”سنڌي ادب ۽ تنقيد- اينٽالاجيءَ“ جو پهريون حصو سنڌيڪا اڪيڊميءَ ڇپايو. تنقيد نگاريءَ جي ڏس ۾ هي اهم ڪتاب آهي، جنهن ۾ اياز جي فني تُوڙي نظرياتي حوالي سان تنقيدي مقالا شامل آهن، جيڪي نامور نقادن محمد ابراهيم جويي، رسول بخش پليجي، عبدالواحد آريسر، امير علي چانڊيي ۽ ڪتاب



جي مرتب جامي چانڊيي جا بہ لکيل آهن. جڏهن تہ هيو ڪتاب نصير مرزا جو سهيڙيل "سامي سج وڙاءِ" جيڪو بالا چ پبليشرز، حيدرآباد طرفان شايع ٿيو. جو شيخ اياز جي وفات تي لکيل تاثرن ۽ مقالن تي ٻڌل آهي، جنهن ۾ سوڀي گيانچنداڻيءَ کان سراج تائين ۽ حسن مجتبيٰ کان جامي چانڊيي تائين، جي ٿهيءَ جا لکندڙ شامل آهن.

1998ع ۾ نامور ڏاهي محمد ابراهيم جويي جو ڪتاب "ادب، ٻولي، تعليم". سنڌي ادبين جي سهڪاري سنگت طرفان شايع ٿيو. جنهن ۾ سنڌي ادب، ٻولي ۽ تعليم بابت پُرمغز مضمونن کي چونڊي شايع ڪيو ويو آهي، ان جو پهريون ڀاڱو جويي صاحب ۽ گرامي صاحب جي لکيل 56-1955ع جي ادارين ۽ ادب دوستن ۽ مضمونن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ تجزياتي ۽ تنقيدي پهلو بہ شامل آهي. اهو ڪتاب جويي صاحب جي چونڊ لکڻين تي ٻڌل ڇهن جلدن واري ڪتاب "هوءَ جا ٽمڪي باهڙي" جي سلسلي جو ٻيو ڪتاب آهي.

1998ع ۾ ڇپيل ڊاڪٽر جگديش لڇاڻيءَ جو ڪتاب "ساهتيہ جي پرک" پڻ تنقيدي زمري ۾ اچي ٿو.

1999ع ۾ "سنڌي ادب ۾ تنقيد نگاريءَ" جي عنوان تي بدرالدين اُجڻ جي لکيل پي. ايڇ. ڊي ٿيسز، سنڌ ريڊرس فورم، حيدرآباد طرفان شايع ٿي. اها ٿيسز هن شاهہ لطيف يونيورسٽيءَ ۾ ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ مرحوم جي رهنمائيءَ ۾ شروع ڪئي هئي، پر تڪميل ۽ پهچڻ تائين ڊاڪٽر صاحب حيات نہ رهيو. هن ڪتاب ۾ تنقيد، تنقيد جي قسمن، تنقيد جي تاريخ، نقادن جي وصف ۽ تنقيدي ادب جو جائزو سٺي انداز ۾ پيش ڪيو ويو آهي. مجموعي طور هن ڪتاب ۾ سنڌي ادب ۾ تنقيد نگاريءَ جي تاريخ بيان ڪئي وئي آهي.




1999ع ۾ ڊاڪٽر بشير احمد 'شاد' جو ترتيب ڏنل ڪتاب "ڀلارو ڀٽ ڌڻي" شايع ٿيو. جنهن ۾ شاهہ لطيف جي فڪر تي سنڌ جي 20 نامور اسڪالرن جا چونڊ مقالا شامل ڪيل آهن، جن مان اڪثر مقالن ۾ تنقيدي پهلو پڻ ملي ٿو.

2000ع ۾ بدر ابڙي جو ڪتاب "سنڌ جو شاهہ" ڇپيو جيڪو 'شاهہ لطيف چيئر' پاران شايع ڪيو ويو ان ڪتاب ۾ بدر ابڙي نئين انداز ۾ ڀٽائيءَ جي شاعريءَ جي ڪن اڻ ڇهيل عنوانن تي مقالا لکي نئين روايت وڌي.

ساڳئي سال 2000ع ۾ تاج جويي جو ڪتاب "مان ورڻو هان" (شيخ اياز: هڪ اڀياس)، مارئي اڪيڊمي، سڪرنڊ پاران ڇاپيو ويو جنهن ۾ اياز جي فني ۽ فڪري سگهہ تي لکيو ويو آهي. ان ڪتاب ۾ تاج جويي، اياز جو ٻين شاعرن سان تقابلي جائزو ۽ تنقيدي حوالي سان پرک بہ بيان ڪئي آهي.

2000ع ۾ "بدلجندڙ دور ۽ تنقيد" جي نالي سان آنند کيمائيءَ جو ڪتاب ڇپجي مارڪيٽ ۾ آيو. جنهن ۾ هن موهن ڪلپنا، پرم ابيچندائيءَ، شيام جئسنگهاڻيءَ جي تنقيدي جائزي سان گڏ سنڌي ڪهاڻي، نئين ڪهاڻيءَ جي مفهوم ۽ بدلجندڙ دور ۽ تنقيد وغيره موضوعن تي لکيو آهي.

2001ع ۾ "ڳڏيل تنقيد" نالي لعل پشپ جو ڪتاب ڇپيو. جنهن ۾ شيخ اياز جي ڪتاب "جي ڪاڪ ڪکوريا ڪاپڙي" ۽ گني سامتاڻيءَ جي ڪهاڻين، جدت ۽ سنڌي ساهت ورهاڱي کان پوءِ سنڌي ناول، رومانويءَ جي فراريت ۽ ٻين موضوعن تي تنقيد ڪيل آهي.

2001ع ۾ "جيون ۽ ساهت" عنوان سان ريتا شاهاڻيءَ جي تنقيدي ۽ تاثراتي مضمونن جو ڪتاب پريم آڏواڻي فرينڊ سرڪل پوني طرفان ڇپجي پڌرو ٿيو.

2002ع ۾ تاج جويي جو ترتيب ڏنل ڪتاب "ساميءَ تي هڪ نظر" پريم ساگر پبليڪيشن ڪراچيءَ پاران ڇپيو هن ڪتاب ۾ ساميءَ جي شاعريءَ تي تمام اهم تنقيد ٿيل آهي، ڪتاب ۾ هند ۽ سنڌ جي ڪيترن ئي نقادن جا نوان پراڻا مقالا گڏ ڪيل آهن.

2002ع ۾ ساميءَ تي هڪ ڪتاب "سامي ساگر بوند" بہ ڇپيو جيڪو ڊاڪٽر انور فگار هڪڙي جو ترتيب ڏنل آهي، جنهن ۾ پڻ ساميءَ جي ڪلام جي پرک بيان ڪيل آهي.

2002ع ۾ ئي ڊاڪٽر ستيش روهڙا جو مختلف ڪهاڻين تي تنقيدي جائزو "ڪٿا کان ڪٿا تائين" ڀاشا پرڪاشن آديپور مان شايع ٿيو.

2002ع ۾ ئي ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي جو ڪتاب "ڪنمال" انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ پاران شايع ٿيو جنهن ۾ مختلف صنفن تي 60 کان وڌيڪ مقالا شامل آهن، جن مان شاهہ، سچل ۽ خواجہ محمد زمان جي شاعريءَ کان سواءِ جديد عالمي لاڙن جي سنڌي ادب تي اثر بابت لکيو ويو آهي.

2002ع ۾ ڊاڪٽر عبدالغفور ميمڻ جي پي. ايڇ. ڊي ٿيسز "سنڌي ادب جو فڪري پسمنظر" شاهہ لطيف چيئر، ڪراچي پاران شايع ٿي، جنهن ۾ سنڌي ادب ۾ فڪري ڌارائن تي روشني وڌي وئي آهي ۽ سنڌيءَ ۾ مختلف لاڙن هيٺ لکيل ڪتابن ۽ انهن جي ليکڪن جو تنقيدي اڀياس شامل ڪيو ويو آهي.

2002ع ۾ ڊاڪٽر فهميده حسين جي ڪتاب "ادبي تنقيد- فن ۽ تاريخ" جو ٻيو ڇاپو سڌارن ۽ واڌارن سان ڇپجي آيو.

2002ع ۾ ج. ع منگهاڻيءَ جو ڪتاب "ڇپر ڪين ڏي..." شاهہ لطيف چيئر پاران ڇپيو جنهن ۾ هن شاهہ جي ٻوليءَ بابت بحث ڪيو آهي، هن ڪتاب ۾ هن ڪوهستان جي لهجي موجب شاهہ جي ٻوليءَ ۾ پرک ڪئي آهي.

2003ع ۾ اي. جي. اتم جو ڪتاب "ادب ۽ تنقيد" نئين دنيا پبلشرز ممبئي طرفان ڇپيو. جيڪو هڪ اهم تنقيدي ڪتاب آهي.

2003ع ۾ "جديد سنڌي ڪهاڻي" جي موضوع تي رئوف نظاماڻيءَ جو ڪتاب، انڊس پبليشرز پاران پڌرو ٿيو. جنهن ۾ ڪهاڻيءَ کانسواءِ سنڌي ادب ۾ تنقيد جي ڪمزوريءَ تي بہ لکيو ويو آهي.

2003ع ۾ ڊاڪٽر نور افروز خواجہ جو پي. ايڇ. ڊي جو مقالو "ورهاڱي کانپوءِ سنڌي ناول جي اوسر" ڇپيو. جنهن ۾ هن هند ۽ سنڌ جي ڪيترن ئي شروعاتي ناول نگارن تي تنقيدي انداز ۾ لکيو آهي.

2003ع ۾ پروفيسر هيري شيوڪاڻيءَ جو سنڌي ادب جي اهم شخصيتن جو تنقيدي اڀياس "لوڪ لهوارو وهي، تون اوچو وهہ اوڀار" عنوان سان سنت ڪنور فائونڊيشن احمد آباد مان شايع ٿيو. جنهن ۾ هن شاهہ لطيف ۽ ڀڳتي هلچل کانسواءِ ڊاڪٽر گربخشاڻي، پرمانند ميوارام، 'موهن، گنو ۽ لعل' تي مکيہ ڪهاڻيڪار، منگهارام ملڪاڻي، تاريخ نويس ۽ نقاد، شاهہ سچل ۽ ساميءَ جي ڪلاسيڪي شاعريءَ تي هڪ نئين نظر وغيره جي موضوعن تي لکيو آهي.

2003ع ۾ نامور شاعر ڪرشن راهيءَ جي تنقيدي مضمونن خاص ڪري بيوس جي شاعري، ورهاڱي کان پوءِ سنڌو شاعري، نارائڻ شيام جي شاعري، سنڌي نظم، غزل، سرحد جي هن پار ۽ هن پار جي ادب تي مشتمل ڪتاب ڇپجي پڌرو ٿيو.

2004ع ۾ "شاهه لطيف جي شاعريءَ ۾ تشبيهه نگاري ۽ استعاري نگاريءَ جو تحقيقي جائزو" جي عنوان هيٺ ڊاڪٽر ام ڪلثوم شاهه جي پي. ايڇ. ڊي ٿيسز شاهه لطيف چيئر، ڪراچيءَ پاران شايع ٿي، جنهن ۾ تشبيهه نگاري ۽ استعاري نگاريءَ جي صنعت تي تفصيلي روشني وڌي وئي آهي ۽ شاهه جي شاعريءَ ۾ ان جي استعمال جي پرک ڪئي آهي.

2004ع ۾ سنڌي تنقيدي ادب ۾ سماجياتي (Sociological) اپياس ڪرڻ جي روايت ڊاڪٽر تنوير جوڻيجي وڌي. ان سلسلي ۾ عورتازاد وومين ريسرچ ۽ پبليڪيشن ڪراچيءَ پاران سندس ڪتاب "عورت، سماج ۽ ڏاڍ" شايع ٿيو، جنهن ۾ هن سنڌي سماج ۾ عورت جي حيثيت تي روشني وجهڻ ڪانسواءِ سنڌي ليکڪائن جي لکڻين جي ڇنڊڇاڻ به ڪئي آهي.

2004ع ۾ ئي شيخ عبدالرزاق 'راز' جو ڪتاب "سنڌي غزل جو تجزيو" سنڌالاجيءَ پاران ٻيهر شايع ٿيو. غزل جي صنف جي تنقيدي اپياس جو هي بنيادي ۽ اهم ڪتاب آهي.

2004ع ۾ تنقيدي مضمونن تي مشتمل، آنند کيماڻيءَ جو ڪتاب "ڪنڊن جي سڳنڌ" نئين دهليءَ جي انڊس فائونڊيشن طرفان ڇپجي آيو، جنهن ۾ هن احساس جا تهه، زندگيءَ جي بغل مان، سوچ جا درجا عنوانن هيٺ تنقيدي مضمون ڏنا آهن.

2005ع ۾ ڊاڪٽر نور افروز خواجه جو سهيڙيل ڪتاب "پائي پٽ ڪٺا" گنج بخش ڪتاب گهر، حيدرآباد پاران ڇپيو، جنهن ۾ ادب جي مختلف پهلوئن کان سواءِ سنڌ جي ليکڪن جا 40 کن تنقيدي مضمون گڏ ڪري ڏنا ويا آهن.

ساڳئي سال 2005ع ۾ اسحاق سميجي جو ڪتاب "شاعريءَ سان دشمني" نئون جنم پبليڪيشن، حيدرآباد پاران شايع ٿيو، جنهن ۾ تاج بلوچ، امداد حسيني، اياز گل ۽ شبنم گل جي شاعريءَ جي تنقيدي بحث کان علاوه شيخ اياز تي امداد حسينيءَ جي ڪيل تنقيد جي موٽ ۾ به هڪ تنقيدي مضمون شامل آهي.

2005ع ۾ آغا سليم جو ڪتاب "شيخ اياز: صدين جي صدا" سنڌي ادبي بورڊ، پاران شايع ٿيو، جيڪو اياز جي شاعريءَ بابت تنقيدي مضمونن تي ٻڌل آهي.

2005ع ۾ سنگت پبليڪيشن، پاران تاج جويي جو هڪ ڪتاب "شاهه، سنڌ ۽ هندستان" ڇپيو، جنهن ۾ مختلف صنفن جا مضمون، مثلاً: سوانحي، انٽرويو ۽ ڪي تنقيدي تجزيا به شامل آهن.

2006ع ۾ ج. ع منگهاڻيءَ جو ڪتاب "شاهه لطيف جي ٻولي-تحقيقي جائزو" ڇپيو. هن اهم ڪتاب ۾ شاهه جي رسالي ۾ ڪتب آيل لفظن کي پنهنجي طور سمجهڻ جي سٺي ڪوشش ڪئي وئي آهي ۽ هن پنهنجي تر، يعني لسبيلي ۽ ڪوهستان ۾ مروج لهجي مطابق لفظن جون معنائون ڪري ٻين مختلف عالمن ۽ شارحن پاران ڏنل معنائن سان نه صرف اختلاف ڪيو آهي، پر سخت لهجي ۾ احتجاج به ڪيو آهي. هي ڪتاب شاهه لطيف چيئر، ڪراچيءَ پاران ڇپيو هو.

2006ع ۾ ڊاڪٽر شمس سومري جو ڪتاب "تخليقي ادب جا ترڪيبي جزا"، شمس سومرو يادگار ست، ٿل پاران شايع ٿيو جنهن ۾ ڊاڪٽر شمس سومري ادبي تنقيد جي ڪوٽ کي ذهن ۾ رکي شعوري طور ان کي پورو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، ان ڪتاب ۾ هيٺيان عنوان اهميت رکن ٿا: (1) ادب جا منطقي اثر، (2) ويچار سنسار، (3) ڪهاڻي (جنهن ۾ هن موهن ڪلپنا کي ديو ڪهاڻيڪار سڏيندي هند ۽ سنڌ ۾ ڪهاڻيءَ جي ترقي تي روشني وڌي آهي)، (4) ناول (هن سراج جي ناولن "پڙاڏو سوئي سڏ" ۽ "مرڻ مون سين آءُ" کي تاريخي پس منظر ۾ سنڌ جي سماجي حالتن جي حوالي سان پرکيو آهي.

2006ع ۾ واسديو موهي جو ڪتاب "ورهاڱي کانپوءِ سنڌي غزل جو هيئتي بوڪ"، سنڌي ساهتيه اڪادمي، گجرات طرفان شايع ٿيو جنهن ۾ سنڌي غزل بابت تنقيدي تجزيو به شامل آهي.

2007ع ۾ ڊاڪٽر غلام نبي سڏائي جو ٻيو تنقيدي ڪتاب "شاهه لطيف جو علامتي شعور" نالي روشني پبليڪيشن ڪنڊياري پاران شايع ٿيو، جنهن ۾ هن شاهه لطيف جي مختلف سرن ۾ سندس شعوري علامتن جي آڌار تي شاعريءَ جو تنقيدي جائزو ورتو آهي. اهو موضوع سندس 90ع جي ڏهاڪي واري پي. ايڇ. ڊي جي عنوان "شاهه لطيف جي شاعري ۾ علامت نگاري" جو تسلسل محسوس ٿئي ٿو.

2007ع ۾ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ پاران ظفر عباسيءَ جو ڪتاب "شاعريءَ جون صنفون ۽ صنعتون" ڇپيو، جنهن کي فني اصولي ۽ نصابي (Academic) تنقيد جو ڪتاب چئي سگهجي ٿو.

2007ع ۾ جامي چانڊيي جو ڪتاب "سنڌي ادب ۾ تنقيد- اينٽالاجي" جو حصو ٽيون "افسانوي ۽ فڪري ادب" سنڌيڪا اڪيڊمي طرفان ڇپيو. هن ڪتاب ۾ ڪجهه پراڻا، ڪجهه بنهه نوان مقالا ۽ مضمون شامل ڪيا ويا آهن. ساڳئي سلسلي کي برقرار رکندي جامي چانڊيي جا ٻه ٻيا تنقيدي ڪتاب "افسانوي ۽ فڪري ادب" ۽ "ڪلاسيڪي ۽ جديد سنڌي شاعري" پڻ سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچيءَ پاران 2007ع ۾ ڇپائي پڌرا ڪيا ويا.

2007ع ۾ "سنڌي ناول ڪنگهري ۾" عنوان سان پروفيسر هيري شوڪاڻيءَ جا سنڌي ناول چونڊ تنقيدي مضمون، اڪر پبليڪيشن الهاس نگر پاران ڪتابي صورت ۾ ڇپجي پڌرا ٿيا.

2008ع ۾ جامي چانڊيي جو ٻيو ڪتاب "ادب، سياست ۽ سنڌي سماج" ڇپجي آيو، جيڪو پڻ تنقيدي سلسلي جي ڪڙي آهي.

2008ع ۾ ڊاڪٽر سحر امداد جو تحقيقي ۽ تنقيدي ڪتاب "شعور، شاعر، شاعري"، سنڌي ادبي بورڊ، پاران شايع ٿيو.

ساڳئي ئي سال آزاد قاضيءَ جو ڪتاب "ادب جي تعميري واٽ" پڻ ڇپجي پڌرو ٿيو، جيڪو پڻ تنقيدي ڪتابن ۾ ڳڻي سگهجي ٿو.

ڊسمبر 2008ع ۾ نامور نقاد هيري ٺڪر جي تنقيدي مضمونن تي مشتمل ڪتاب "انڌلڪ" پوجا پبليڪيشن دهليءَ مان شايع ٿيو، جنهن ۾ برطانوي حڪومت دوران بندش هيٺ آيل ادب، برطانوي دور ۾ سنڌي مضمون نويسي، سنڌي ريڊيو نيوز ۽ تبصري جي ٻولي، پارٽ مان نڪرندڙ سنڌي اخبارن جي معيار، گذريل پنجاهه سالن دوران سنڌي مضمون جي ترقي، سنت ڪبير ۽ پرسرام ضياءَ جي شاعريءَ وغيره تي مضمون شامل آهن.



2009ع ۾ ڊاڪٽر شمس الدين عرسائيءَ جو ڪتاب "سنڌي ادب جي ارتقائي تاريخ" (نثري ادب)، اوسر اشاعتگهر، حيدرآباد طرفان شايع ٿيو، جنهن ۾ هن سنڌي ادب جي تهذيبي ۽ تاريخي عمل جي روشنيءَ ۾ جائزو بيان ڪيو آهي، جڏهن تہ سنڌي ادب ۾ تنقيدي شعور کي بہ اجاگر ڪيو اٿائين.

جنوري 2010ع ڌاري مرحوم انور پيرزادي جي تحريرن جو ڪتاب "جديد سنڌي ادب" انور پيرزادو اڪيڊمي، ڪراچيءَ پاران ڇپجي مارڪيٽ ۾ آيو آهي، جنهن ۾ مرحوم جي لکيل مضمونن، ڪتابن جي پيش لفظ ڪان علاوه ڪيترائي تنقيدي مضمون پڻ پڙهڻ لاءِ ملن ٿا. جيئن "امر جليل پنهنجي ڪهاڻين جي روشنيءَ ۾" ۽ "سنڌي ترقي پسند ادب تي اگهاڙپ جا الزام ڇو؟" وغيره تنقيد ۽ تجزيي تي مشتمل مضمون اٿس.

ورهاڱي کان پوءِ اڄ تائين سنڌي تنقيد نگاريءَ جي حوالي سان ٿيل ڪم جو مختصر جائزو ۽ منظرنامو مٿي پيش ڪيو ويو آهي، ان وچ ۾ ڪي ٻيا بہ اهم ڪتاب ضرور شايع ٿيا هوندا ۽ اهو تنقيدي سلسلو اڄ تائين جاري آهي.

**تنقيد نگاري_ارتقائي جائزو** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ادبي تنقيد جي تعارف ۽ تاريخ جي موضوع تي لکيل بهترين ڪتابن مان هڪ آهي، جيڪو نامياري ليکڪ ۽ محقق بدر ابڙي جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز جو هيءُ ڪتاب 1985ع ۾ سنڌي ادبي سنگت، ڪراچيءَ طرفان شايع ڪيو ويو، جنهن جو مهاڳ نامور ڏاهي محمد ابراهيم جويي لکيو آهي. هن ڪتاب کي سنڌي ادبي سنگت (مرڪز) طرفان اوارڊ بہ ڏنو ويو. هيءُ ڪتاب ڪراچي يونيورسٽي، سنڌ يونيورسٽي ۽ شاهہ لطيف يونيورسٽيءَ ۾ پڙهندڙ ادب جي شاگردن کي پڙهڻ لاءِ سفارش ڪيل ڪتابن ۾ شامل آهي.

**تنقيدون** (ڪتاب): هن ڪتاب جو ليکڪ، نامور نقاد ۽ اسڪالر ڊاڪٽر الهداد ٻوهيو آهي. 294 صفحن وارو هي ڪتاب انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ، ڄامشوري پاران سنڌ پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان 1980ع جي نومبر مهيني ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو. هن ڪتاب ۾ ادبي تنقيد جو پسمنظر، اخلاقياتي، مذهبي، نظرياتي، جمالياتي، سماجياتي، افادياتي، داخلي ۽ عملي تنقيد جا نمونا ۽ انهن جي ڇيد تي سٺي نموني سمجهاڻيون ڏنل آهن. ادبي نقادن لاءِ هيءُ ڪتاب رهنما ثابت ٿي سگهي ٿو.

**تنقيدون ۽ تبصرا** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب قربان علي بگٽيءَ جي تنقيدي مضمونن جو مجموعو آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 123 صفحا آهن ۽ قيمت پنج رپيا رکيل آهي. ڇاپو ٻهريون، جي. ايچ حيدريءَ پريات پبليڪيشن، مدينہ اليڪٽرڪ پريس، بندر روڊ، لاڙڪاڻي مان، سال 1978ع ۾ ڇپايو.

**تنقيد ۽ تجزيو** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب شيخ عبدالرزاق "راز" جو لکيل آهي. 132 صفحن واري هن ڪتاب جي قيمت 3 رپيا 8 آنا رکيل آهي. ٻهريون ڇاپو سجاد الله قريشي، سنڌي ادبي بورڊ پريس، حيدرآباد، مان سال 1966ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**تنقيد ۽ تنقيد نگاري** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب نامور اديب ۽ نقاد احسان احمد بدويءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز جي 106 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جو ڇاپو ٻهريون، سنڌ مسلم ڪاليج طرفان انٽرنيشنل پريس، ڪراچيءَ مان، سال 1959ع ۾ ڇپايو ويو، جنهن جي قيمت 2 رپيا هئي. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو مارچ 1970ع ۾ آر. ايڇ. احمد اينڊ برادرس حيدرآباد پاران ڇپجي پڌرو ٿيو هي احسان بدويءَ جي تحقيقي ۽ تنقيدي مضمونن جو ٻهريون مجموعو آهي. هي سنڌي ادب ۾ تنقيد تي هڪ اهم ڪتاب آهي، جنهن ۾ سچل جي اردو ڪلام، سنڌي افسانہ نگاري، سنڌي غزل جي ابتدا، سنڌي مرثيو ڊاڪٽر گربخشاڻي، قاضي نذرالاسلام، زينت (ناول)، بال جبريل، مسدس ابوجهو، ادب ۽ لاشعور، تنقيد ۽ تنقيدنگاري مضمون شامل آهن.

**تنڪو**: تنڪو دهليءَ جي سلطانن طرفان جاري ڪيل سڪو هو، جنهن کي فيروز شاهي رپيو بہ چوندا هئا. ارغونن جي دور ۾ بہ چانديءَ جو سڪو 'تنڪو' هوندو هو، جنهن جو وزن 175 گرين هو. ٽڪو شايد هن جي بدليل صورت آهي، جيڪو 1964ع تائين سنڌ ۾ بہ رائج رهيو هن وقت بنگلاديش جي سڪي جو نالو ٽڪا آهي.



محمد بن تغلق هندستان تي 1325ع کان 1351ع تائين حڪومت ڪئي، توڙي جو هو عالم ۽ وڏو خطاط هو، پر سندس حڪومت جو سمورو عرصو ويڙهہ ۽ بدنظميءَ ۾ گذريو، جنهن ڪري هميشہ وٽس پئسي جي اڻاٺ رهي، جڏهن تہ هن کان اڳي 'تنڪو'سون جو ۽ بعد ۾ چانديءَ مان ٺاهيو ويندو هو، پر 1330ع ۾ ٽڪسالن سندس حڪم تي چانديءَ جي بدران 'تنڪا' پتل مان ٺاهڻ شروع ڪيا، جيڪي ڏسڻ ۾ تمام گهڻو خوبصورت هئا، جن جي ٻنهي پاسي سهڻي نموني جي خطاطي ٿيل هئي، پر پتل جي ٽڪساليءَ سبب، ان وقت پنهنجي اصل قيمت برقرار رکي نہ سگهيو، خاص ڪري ٻاهرين واپارين 'تنڪا' سڪي کي قبولڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو، جنهن ڪري ڪجهہ سالن اندر ئي انهيءَ سڪي کي چانديءَ ۾ ٽڪساليو ويو، ٻيهر ٽڪساليل سڪو هڪ صدي تائين هندستان ۾ رائج رهيو.



1330ع ۾ محمد بن تغلق طرفان جاري ٿيل تنڪي جي هڪ طرف ڪلمو لکيل آهي ۽ چوڌاري سن ۽ ضربخاني جو نالو لکيل ملي ٿو ٻئي طرف چوڌاري چئن خليفن جا نالا ۽ وچ ۾ "المجاهد في سبيل الله محمد بن تغلق شاہ" لکيل ملي ٿو اهي ٽامي ۽ پتل جا تنڪا سنڌ ۾ چانديءَ جي قيمت هلايا ويا ۽ گهڻو عرصو سنڌ ۾ گردش ڪندا رهيا. تنڪي ۾ 64 جيتل (ڏسو: جيتل) هئا، تنڪا سنڌ ۾ ٺٽي، بدين، سيوهڻ ۽ اروڙ مان لڌا آهن.

**تنگ**: چمڙي جو پٽو، زين يا هني جو تنگ، يا گاڏيءَ جي بانڪن سان ٻڌل پٽو، جيڪو گهوڙي جي پيٽ هيٺان لنگهائي ٻڌو ويندو آهي ته جيئن گاڏيءَ پٺتي اولارجڻ کان بچي وڃي.

**تنگو**: تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**تنگواڻي**: تعلقي ڪنڌ ڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: تنگواڻي، جنجهه، موسو نوناري، در محمد ڪوسو، ٽاغمان ملوڪ خان، جهندو ملڪ، ڳهٽو ڪوسو، غلام ڪوسو، جتن جو ڳوٺ، لعل بخش نوناري، واحد بخش، ڪندو بڪراڻي ۽ محراب مگسي.

**تنگورو**: تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو، جنهن ۾ 'ماروجي ڪچي'، 'شوڪت پنجابي' ۽ 'برو' ڳوٺ شامل آهن.

**تَنگهياڻي**: هڪ ذات جو نالو.

تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ هڪ ديهه.

**تن نا**: طبلي جو هڪ ٻول (ٺيڪو). هي ٻول مرڪب آهي. ساڄي پاسي واري طبلي جي وچ تي وچينءَ آڱر سان ڌڪ هڻي، يڪدم ساڄُئي ٻئي پاسي طبلي جي اڃي ڪناريءَ تي ڏسٽي آڱر جو ڌڪ هڻڻ سان "تِن نا" جو آواز نڪرندو.

**تَنوارَ**: سُر سان جهونگار، يا لات جو آواز. لات (پکين جي). سڏ (چوپائي مال کي). هُونگ (ذِڪر جي).

**تَنور/ تندور**: مانين پچائڻ لاءِ گُندڙي مثل زمين ۾ کوٽيل کڏ. تنور جي شڪل، زمين ۾ پوريل گُندڙيءَ وانگر ٿيندي آهي. هڪ پيرو تنور جي تَر ۾ باهه ٻاري ڇڏبي آهي، پوءِ ضرورت آهر مانيون يا نان پچائڻ تائين بيهر تنور کي گرم ڪرڻ جي ضرورت ڪانه رهندي آهي. تنور ۾ مانين پچائڻ جو طريقو ايران جي ايجاد آهي، جيڪو گهڻ محنت ۽ وڌيڪ فائدي وارو آهي. ان کي تندور به چئبو آهي.



**تنؤلي**: هزاره جي تيناوال قبيلي وٽ هڪ پنهنجو "هندڪو" جو لهجو تنؤلي آهي. انهيءَ بابت تمام گهڻ معلومات ملي ٿي. تينا والن کي يوسف زئي قبيلي وارن پنهنجي ملڪ مان ڌڪي ڪڍيو هو، جن پوءِ شايد سترهين يا ارڙهين صديءَ جي شروع ۾، هزاره جي اولهه واري علائقي ۾ اچي پاڻ کي آباد ڪيو جيڪو هاڻي تناول پهاڙين جو علائقو سڏجي ٿو. 1853ع ۾ هنن ستانا جي لوڪن سان گڏجي انگريزن تي حملو ڪيو هو، جنهن مان سندن پاڻ ۾ ڏکهي لاڳاپي ڏانهن اشارو ملي ٿو اها ٻولي تناؤلي هزاره جي هندڪو جي مائٽ ۽ لهندا جي هڪ صورت آهي. انهيءَ هندڪو وانگر هي به اتر- الهندي ۾ اتر- اپرندي واري لهندا جي پوٺواري ڪري ٿي، جو حرف صحيح وارن مذڪر اسمن جي حالت مفعولي واحد ۾ "اي" يا "آ" ڳنڊي ٿي، جڏهن ته اها پنهنجو هندستاني لاڳاپو "ڪو" حرف جر ذريعي ظاهر ڪري ٿي، جيڪو حالت جريءَ ۾ ڪم اچي ٿو.

گريئرسن لهندا جي لهجن ۾ تنؤلي کي به ڳڻايو آهي. ان ڪانسواءِ پادري گراهم بيليءَ جي ڪتاب "لئنگئيجز آف دي نارٿ هماليز" ۾ هن لهجي جو مختصر احوال آيل آهي.

**تَنوَڻ**: هڪ ويلي جو اَنُ. هڪ ويلي جي رڌڻ يا پچائڻ جيترو ان يا اٽو. هاريءَ کي فصل لهڻ تائين زميندار کان مليل وِرَو.

**تنويرالايمان في تفسيرالقرآن** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مولوي محمد عثمان نورنگزادي جو لکيل آهي. ڊبل ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 658 صفحا آهن. مولوي محمد صديق نورنگزادي ڪراچيءَ مان ڇپايو.

**تنوير انجم**: تنوير انجم اردو زبان جو شاعر ۽ مترجم اديب آهي. هن 3 جنوري 1957ع تي ڪلفٽن، ڪراچيءَ ۾ جنم ورتو. هي هڪ سٺو شاعر ۽ مترجم آهي. هن کي محترما طور صدارتي تمغه فضيلات به مليو هو. سندس ڪتابن ۾: "ان ديکهي لهرين" (انتخاب شاعر 1982ع)، "سفر اور قيد ۾" (نظمين 1992ع)، "سروبرگ آرزو" (غزلين 2001ع)، "دس لاکه پرندي" (لبناني ناول جو ترجمو:1997ع)، "جناح باني پاڪستان" (جناح آف پاڪستان اسٽيل وابرٽ جي ڪتاب جو ترجمو: 2000ع) ڪتاب ڇپيل آهن.

**تنوير جوڻيجو**: مشهور افسانه نگار، محترمه تنوير جوڻيجو ڌيءُ صدرالدين جوڻيجو 6 فيبروري 1954ع تي ضلعي ٿرپارڪر جي شهر مٺيءَ ۾ ڄائي. ايم. اي سوشيالاجيءَ ۾ ڪيائين. هن وقت سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ سوشيالاجي شعبي ۾ پروفيسر جي عهدي تي فائز آهي. سندس ڪهاڻين جو ڪتاب "امرت منجهه ڪڙاڻ" 1974ع ۾ ڇپيل آهي. سندس ڪهاڻين جو موضوع سنڌي عورت سان سماج ۾ ٿيندڙ ويساهه گهاتيون آهي. ان کان سواءِ سماجيات تي مضمون ۽ ڪتاب لکيل اٿس. هن سماجيات (sociology) جي لغت پڻ ترتيب ڏني آهي، جيڪا سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ پاران شايع ٿي چڪي آهي. 2004ع ۾ سندس هڪ ڪتاب 'عورت، سماج ۽ ڏاڍ' جي عنوان سان ڇپيل آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌيءَ ۾ لکيل عورتاڻي ادب جي تفصيلي ڇنڊڇاڻ ڪيل آهي.



**تنوير چئي** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌ جي نامور ۽ سڀاجهي شاعر تنوير عباسي جي شاعريءَ جو ڪُليات آهي، جنهن ۾ تنوير عباسيءَ جي شاعريءَ جا چار ڪتاب ۽ ان سان گڏ سندس اڻ ڇپيل شاعري شامل آهي. جهڙوڪ: (1) "رڳون ٿيون رباب" کان اڳ (1950ع کان 1970ع تائين) جي شاعري، (2) رڳون ٿيون رباب (1955ع کان 1958ع تائين)، (3) شعر (1959ع کان 1970ع تائين)، (4) سج ترڙءَ هيٺان (1971ع کان 1977ع تائين)، (5) هيءَ ڌرتي (1977ع کان 1985ع تائين جي شاعري). هن ڪتاب ۾ شاعريءَ جون تقريباً سڀئي صنفون شامل آهن. هي ڪتاب انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ پاران ڊسمبر 1989ع ۾ شايع ٿيو. ڪچي جلد سان، 536 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 200 روپيا آهي.




**تنوير شاهه محمد زئي**: پنجاب جي سرائيڪي ادب جي شاعر ۽ افسانا نگار جو اصل نالو محمد تنوير اختر (چسني خان) ولد محمد اختر خان آهي. هو 1 مارچ 1960ع تي ڳوٺ ليه تحصيل ڪوٽ ادو ۾ ڄائو. تعليم ميٽرڪ تائين اٿس. هي صحافت جي حوالي سان روزنامه پاڪستان جو

نمائندو ۽ سانول سنگت پاڪستان جو چيف آرگنائيزر آهي. سندس ادبي سڃاڻپ افسانہ نگار ۽ انشائيہ شاعري آهي.

هن کي پي. ٽي. وي پاڪستان تان (ملي گيت) تي خاص انعام 1991ع ۾ مليو آهي. سندس ڪتاب ۾ "غم جانان" ڇپيل ۽ اڻ ڇپيل ڪتابن ۾ "هڻ تہ سانول گهر دو ول آ" (شاعري)، "سادي عظمت دا کهوالا" (ملي گيت) ۾ موجود آهن. هي هن وقت تحصيل ڪوٽ ادو ۾ رهي ٿو.

**تنوير عباسي، ڊاڪٽر**: سنڌ جي ناليواري عالم، شاعر، محقق، مترجم، لطيفيات جي ماهر ۽ سچل شناس ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ جو اصل نالو نور نبي عباسي هو. هن 7 ڊسمبر 1934ع تي، ضلعي خيرپور جي هڪ ننڍڙي شهر سوڀي ديري ۾ گل محمد عباسيءَ جي گهر ۾ جنم ورتو. ساڌو هيرانند اڪيڊمي، ڪراچيءَ مان پرائمري تعليم حاصل ڪيائين. مئٽرڪ جو امتحان اين. جي. وي هاءِ اسڪول ڪراچيءَ مان پاس ڪيائين. انٽر سائنس ڊي. جي. سنڌ گورنمينٽ ڪاليج ڪراچيءَ مان ۽ ايم. بي. بي. ايس، لياقت ميڊيڪل ڪاليج، ڄام شوري مان پاس ڪيائين. ڊاڪٽر تنوير عباسي شاگرديءَ واري زماني کان شاعري ڪندو هو. ابتدا ۾ روايتي شاعري ڪيائين، پر اڳتي هلي سنڌي جديد شاعريءَ ۾ نوان لاڙا آنديائين؛ ان ڪري سندس شاعري سنڌي ادب ۾ نئين حيثيت سان اجاگر ٿي. ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ ۽ شمشير الحيدريءَ سنڌي شاعريءَ خاص ڪري نظم ۽ آزاد نظم ۾ نوان تجربا متعارف ڪرايا.



تنوير عباسيءَ جون سنڌي ادب ۾ وڏيون خدمتون آهن. سنڌي ادب جڏهن ورهاڱي کان پوءِ نئين سر اُسري رهيو هو، تڏهن تنوير عباسي انهن آڳرين تي ڳڻڻ جيترن اديبن ۽ شاعرن مان هو، جيڪي سنڌي ادب جي بقا لاءِ جدوجهد ڪري رهيا هُئا. هن جو شمار سنڌ جي وڏن شاعرن ۾ ڪيو وڃي ٿو. پر شاهه جي شاعريءَ ۽ سچل سرمست، خوش خير محمد هيسباڻي، نانڪ يوسف ۽ ٻين تي سندس تحقيق ۽ ڪاوش، ڪيس اهم ۽ منفرد اسڪالر واري حيثيت ڏياري ڇڏي. تنوير عباسيءَ جي علمي ۽ ادبي ادارن سان وابستگي، هڪ وڏي عرصي تائين رهي. پاڻ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ جو تصور ڏيندڙ ۽ ان جي ائڊوائيزري بورڊ جو آخر تائين ميمبر، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي بورڊ آف گررنرس جو ميمبر، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جي رٿا جوڙيندڙ، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي مالياتي، پبليڪيشن، تعليمي رٿابندي ۽ تحقيقي ڪاميٽيءَ جو ميمبر، شاهه لطيف ڪلچرل ڪاميٽي ڪراچيءَ جو ميمبر، سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت جو باني ۽ مستقل ميمبر، سنڌي ادبي سنگت سنڌ جو سيڪريٽري جنرل (11 سالن تائين)، سنڌي ادبي بورڊ جي بورڊ آف گورنرس جو ميمبر، سچل يادگار ڪاميٽيءَ جو سيڪريٽري، سچل چيئر- شاهه لطيف يونيورسٽيءَ خيرپور جو باني ڊائريڪٽر ۽ سچل سرمست ميلي ڪاميٽيءَ جو ڪيترائي سال آرگنائيزر ۽ ٻين ڪيترن ادارن سان وابستہ رهيو. سندس علمي، ادبي ۽ تحقيقي ڪم جي مڃتا طور کيس ڪيترائي ايوارڊ ۽ انعام بہ مليا. سندس علمي ادبي پورهيي جو وچور هن ريت آهي:

(1) رڳون ٿيون رباب (شاعري: 1958ع)، (2) شعر (1970ع)، (3) جي ماريا نہ موت (ويٽ نامي ناول جو ترجمو: 1973ع)، (4) ٻارانڊا ٻول (چونڊ ۽ ترتيب: 1973ع)، (5) شاهه لطيف جي شاعري (تحقيق: جلد 1- 1976ع)، (6) شاهه لطيف جي شاعري (جلد ٻيو 1985ع)، (7) شاهه لطيف جي شاعري (3 جلد گڏ، 1989ع)، (8) سج ترڻ هيٺان (شاعري: 1977ع)، (9) جديد سنڌي شاعري (چونڊ ۽ ترتيب: 1981ع)، (10) خير محمد هيسباڻيءَ جو ڪلام (ترتيب: 1983ع)، (11) نانڪ يوسف جو ڪلام (ترتيب: 1982ع)، (12) ڏوري ڏوري ڏيهہ (سفرنامو: 1984ع)، (13) هيءَ ڌرتي (شاعري: 1985ع)، (14) Sachal Sarmast، (15) منهن تنين مشعل (خاڪا: 1990ع)، (16) تنويرچئي (شعري ڪليات: 1989ع)، (17) ترورا (ادبي مضمون، خاڪا، يادگيريون، سفرنامو: 1988ع)، (18) ساجن سونهن سرت (شاعري: 1996ع)، (19) سپني کان سهڻي ساڀيا (تقريرون ۽ ليڪچر: 2002ع)، (20) سچل جو رسالو (ترتيب: اڻ ڇپيل)، (21) مون کي اڳتي وڃڻو آهي (سفرناما: 2000ع).

سنڌي شاعري ادب، جديد ٻوليءَ، ڪلچر، ڪلاسيڪي شاعريءَ ۽ ٻين موضوعن تي سندس، سوين مقالا، مضمون ۽ مهاڳ لکيل آهن.

ويهين صديءَ جو هيءَ ڏاهو انسان، 25 نومبر 1999ع تي، اسلام آباد ۾ لاڏاڻو ڪري ويو. تنوير عباسي وصيت ڪئي هئي تہ وفات بعد سندس لاش ميڊيڪل ڪاليج جي شاگردن کي تجربا ڪرڻ لاءِ ڏنو وڃي، پر ان تي عمل نہ ٿي سگهيو. البت سندس آخري خواهش هئي تہ سندس اکيون آپريشن ذريعي ڪنهن محتاج کي ڏنيون وڃن. سندس وصيت تي عمل ڪيو ويو ۽ سندس اکين سان اڄ هڪ نياڻي ۽ هڪ نوجوان هن دنيا کي ڏسي پنهنجي زندگي خوش خوش گذاري رهيا آهن. تنوير عباسيءَ جي آخري آرامگاهہ اسلام آباد ۾ آهي. تنوير عباسيءَ جي ياد ۾ شاهه لطيف يونيورسٽيءَ خيرپور ۾ تنوير ڪارنر قائم ڪيو ويو آهي، جنهن جو انچارج اياز گل آهي. تنوير بابت (1) تنوير عباسي- هڪ مطالعو (ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو)، (2) پوان شل قبول (مرتب: اياز گل)، (3) مان تنوير آهيان (مرتب: مشتاق ڪلهوڙو) ۽ ٻيا ڪتاب ڇپيل آهن. تنوير ڪارنر پاران سندس چونڊ شاعريءَ تي مشتمل پاڪيٽ سائيز ڪتابڙو "روشن آ سانجهي" اياز گل ترتيب ڏئي 2008ع ۾ ڇپايو آهي. ڪيترن علمي ادبي ادارن پاران ادبي تحقيق ۽ تنقيد تي تنوير عباسي شيلڊون ۽ اوارڊ ڏنا وڃن ٿا.

**تنوير عباسي- هڪ مطالعو** (ڪتاب): هي ڪتاب ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ جي فن ۽ شخصيت تي ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي لکيو آهي. هن ڪتاب ۾ تنوير عباسيءَ جي سوانح عمري، شاعريءَ ۽ ادبي پورهئي جو تفصيل آهي. گنج بخش ڪتاب گهر حيدرآباد پاران هي ڪتاب مئي 2000ع ۾ شايع ڪيو ويو. ڪچي جلد ۾ 144 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 60 روپيا آهي.




**تنها**: 'تنها' جي عام معنيٰ 'اڪيلو / اڪيلي' آهي. شاعريءَ جي حوالي ۾ ان جو مطلب آهي: 'هڪ خودمختيار معنيٰ دار سِٽ'. ان ڪري 'تنها' هڪ سٽ جو شعر يا هڪ سٽو شعر بہ آهي.

وڏن نظمن، مثنوين، اٺ سٽن (مثمن)، مسدس (ڇهہ سٽن)، پنجڪڙن/ پنج سٽن، رباعيءَ، ٽہ سٽي، هائيڪو ۽ ڏيڍ سٽي وانگر 'تنها' ڏانهن ڌيان ڇڪائڻ وارو پهريون شاعر هند جو سنڌي 'اندر پوڄواڻي' هو. ان کان پوءِ هري دلگير،

نارائڻ شيام، ستيش روهڙا ۽ ٻين شاعرن ان تي طبع آزمائي ڪئي آهي. هري دلگير لکيو آهي ته: "سِٽ هڪ هجي يا سِٽون گهڻيون هجن، شعر اهو آهي، جنهن ۾ شاعرانو دم هجي."

جيستائين شعر جي جذبي يا موضوع جو سوال آهي، ڪو به خيال، ڪا به سوچ، ڪو به منظر يا واقعو 'تنها' ۾ اظهار پائي سگهي ٿو. 'تنها' هڪ جهٽڪي سان ورتل فوٽو گراف آهي.

'تنها' ڏسڻ ۾ اڌ دوهي، اڌ سورٺي ڇند يا ٻه سٽي بيت جي اڌ جيترو يعني هڪ سٽو شعر آهي. دوهي يا سورٺيءَ جي هر سٽ 24 ماترائن تي مشتمل آهي. دوهي جي هر هڪ سٽ جي پهرئين پد ۾ 13 ماترائون هونديون آهن ۽ ٻئي پد ۾ 11 ماترائون ۽ هر پد جي وچ ۾ 'دم' (،) هوندو آهي. جڏهن ته سورٺيءَ جي هر سٽ جو پهريون پد 11 ماترائن جو ۽ ٻيو پد 13 ماترائن جو هوندو آهي. 'تنها' جيئن ته دوهي ۽ سورٺي جي هڪ سٽ برابر هوندو آهي، ان ڪري ان جو سٽاءُ دوهي جي هڪ سٽ وارو به ٿي سگهي ٿو ۽ سورٺي جي هڪ سٽ وارو به. سٽ جي پهرئين پد ۽ ٻئي پد جي وچ ۾ 'دم' ٿئي ٿو، جنهن سبب 'تنها' ۾ لئه يا رواني پيدا ٿئي ٿي. هڪ سٽ جي محدود گهڙت سبب 'تنها' ۾ وستار يا تفصيل جي گنجائش نه آهي. 'تنها' جي ڪاميابيءَ ۽ خوبصورتيءَ جو مدار، ٻوليءَ جي ڳُڙدار مرڪبي تخليق ۽ اثرائتن اهڃاڻن يا علامتن جي چونڊ تي آهي، جنهن ۾ ڪو نڪتو، ڪو خيال، ڪو عڪس، ڪنهن ڪيفيت يا حالت جو چڀندڙ روپ اظهار پائي سگهي ٿو. تنها ۾ هڪ به اجائي لفظ جي استعمال جي گنجائش نه ٿي رکي سگهجي. هند ۾ 'تنها' جا ڪجهه مجموعا به ڇپيل آهن. جن ۾ ستيش روهڙا جو ڪتاب 'تنها' اچي وڃي ٿو. سنڌ ۾ اهو تجربو نوجوان شاعر ستيہ پال ڪيو هو ۽ اياز گل جي مجموعي 'ڏک جي نه پڄاڻي آ' ۾ شامل ڪجهه 'سوايون' به 'تنها' جي فارم ۾ آهن. ان ڪانسواءِ تاج جويي به ڪجهه تنها لکيا آهن.




**تنها² (ڪتاب):** هي هند جي نامياري ليکڪ، نقاد ۽ شاعر، ستيش روهڙا جو شعري مجموعو آهي، جنهن ۾ سندس 101 'تنها' شامل آهن. هر صفحي تي هڪ 'تنها' ڪمل شاهاڻيءَ جي خوبصورت چِتر (Sketch) سان سنڌي (عربي) ۽ ديوناگريءَ لپيءَ ۾ ڇپيل آهي. هيءَ ڪتاب ڪرائون سائيز ۾ پڪي جلد سان 120 صفحن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب کي پاشا پرڪاشن، آديپور (ڪڇ، ڀارت) پاران 2005ع ۾ شايع ڪيو ۽ ڪتاب جي قيمت 60 رپيا آهي. "تنها-بابت" عنوان هيٺ، ستيش روهڙا، هن صنف جي وصف، ضرورت ۽ اهميت تي روشني وڌي آهي. ائين مهاڳ ۾ 'تنها'، سنڌيءَ جي ٻنهي لپين ۾ ڇپيل آهن. ستيش روهڙا جا ٻه 'تنها' نموني طور ڏجن ٿا:

- مانَ بنا محبت ائين، لوڻ بنا جڻ طعام.
- سِڪ نه توسان سانوري، پوءِ به تنهنجي سار.

**تنها اصغر:** نئين ٽهيءَ جي ليکڪ ۽ شاعر، علي اصغر "تنها" ولد حاجي الهه ورايو خاصخيليءَ 15 مارچ 1982ع تي ڳوٺ پنهل خان چانڊيي تعلقي سڪرنڊ ۾ جنم ورتو. پنهنجي ڳوٺ مان پرائمري تعليم وٺي، سڪرنڊ جي هاءِ اسڪول مان انٽر ڪيائين. بعد ۾ سنڌ يونيورسٽي مان ايم.اي ڪيائين. هن 1997ع کان باقائده لکڻ جو آغاز ڪيو. ڪيس



مير محمد پيرزادي ۽ عبدالحڪيم ارشد جهڙن نامور شاعرن جي رهنمائيءَ ۽ صحبت نصيب ٿي. سندس شعر ۾ رومانوي ۽ سماجي پهلو شامل آهن. هن جو "جيءَ جهورڪا" جي نالي سان شعري مجموعو ڇپيل آهي. جڏهن ته ايم. آر. ڊي تحريڪ (1983ع) متعلق مضمونن جو ڪتاب "تاريخ جي خوني ڳلين مان" پڻ ڇپائي هيٺ آهي. اصغر تنها سنڌي ادبي سنگت، ڳوٺ سڌار سنگت، شاهه سچل سامي ويلفيئر ايسوسيئشن، سنڌ ڪلچرل فورم، همدرد سماجي سنگت ۽ شاهه لطيف ڊولپمينٽ آرگنائيزيشن سان سلهاڙيل آهي.

**تنها سيف بخاري:** نوجوان شاعر سيد سيف الله شاهه بخاري "تنها" ولد سيد ممتاز حسين شاهه بخاري 20 فيبروري 1977ع تي هالا ۾ جنم ورتو.



سندس تعليمي رڪارڊ تمام شاندار رهيو. پرائمريءَ کان انٽر ڪلاس تائين هميشه پوزيشن حاصل ڪندو رهيو. اهوئي ڪارڻ هو جو ڪيس مخدوم غلام حيدر گورنمينٽ هاءِ اسڪول هالا جي طرفان سندس بهترين تعليمي ڪارڪردگي تي ڪيس "شيلڊ ۽ سند" ڏني وئي. 1994ع ۾ سيڪنڊري بورڊ حيدرآباد مان انٽر انجنيئرنگ ۾ سيڪنڊ پوزيشن حاصل ڪرڻ تي اڳوڻي وزيراعليٰ سنڌ مرحوم سيد عبدالله شاهه طرفان ڪيس پنجن هزارن جو چيڪ انعام طور ڏنو ويو. ان کان سواءِ ان وقت جي گورنر سنڌ هٿان سيڪنڊري بورڊ حيدرآباد طرفان "سَنَد ۽ پرائيز بانڊ" ڏنا ويا.

سيف بخاري اٺويهه ورهين جي ڄمار تائين ڪڏهن به پنهنجي شاعري شايع نه ڪرائي، پر سندس وفات بعد سندس شاعري "سرس آهي سونهن" جي عنوان هيٺ سندس والد سهيڙي سيف بخاري اڪيڊمي هالا طرفان 1997ع ۾ ڪتابي صورت ۾ آندي. "تنها" گهڻي تعداد ۾ غزل چيو آهي. ان ڪانسواءِ بيت، ترائيل، گيت، نظم، چوسٽو، رباعي، دوهو، آزاد ۽ نثري نظم پڻ چيا آهن. ان ڪانسواءِ اردو ۾ پڻ غزل ۽ آزاد نظم لکيا اٿس. جيڪي سندس شعري مجموعي ۾ شايع ٿيل آهن. هن جي شاعري هڪ ئي وقت تي روايت ۽ جديديت سان سلهاڙيل آهي، هي سنڌ جي ننڍي عمر وارو پختو شاعر هو.

سيف جي قلمي پورهئي ۾ ڪجهه ڪهاڻيون، مضمون ۽ ترجما پڻ اچي وڃن ٿا. ماهوار نونهال (اردو) ۾ شايع ٿيندڙ ٻاراڻي ناول "تين بندوقچي" جو سنڌي ترجمو پڻ ڪيائين. سندس ڪهاڻين، مضمونن ۽ ڊائريءَ جي ورقن کي "ذات نگر مان" جي عنوان هيٺ سهيڙيو ويو آهي، جو اڃا اڻڇپيل آهي. سندس وفات 4 مئي 1996ع تي ٿي.

**تنهائي (ڪتاب):** هي ڪتاب شالني ساگر جي خيالن جو مجموعو آهي، جنهن ۾ سندس هڪ نظم "ڪجهه مضمون" ۽ ڪهاڻي نما شامل آهن. ڊيمي سائيز جي 104 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، وينا شرنگيءَ جي ننڍي ڀيڻ شالني ساگر، نئين دهلي مان ڇپائي پڌرو ڪيو. جنهن جي ڇپائي ۾ سنڌي اڪيڊمي دهليءَ مالي مدد ڪئي. هن ڪتاب ۾ شامل مضمونن ۽

ڪهاڻين جا عنوان هي آهن: (1) رززويشن، (2) وڇوڙو، (3) ڪُرو ڪيترجي جنگ، (4) قسمت ڪيو دوهه، (5) تنهائي، (6) چلتو پرزو، (7) ڪنچن، (8) جن لاءِ مٽس، (9) نئين زندگي، (10) بنواس، (11) خواب 7 حقيقت ۽ (12) ديسي سيڻ ڪچن. شالي ساگر آل انڊيا ريڊيو تي سنڌيءَ جي سينئر براڊڪاسٽر آهي. ڪتاب "تنهائي" جي ارپنا هن شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ کي ڪئي آهي. هي ڪتاب 1998ع ۾ ڇپيو.




**تنهنجا نيڻ غزل** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ جي ناليواري شاعر تاجل بيوس جي شاعريءَ جو آهي. جنهن ۾ سندس هڪ سؤ غزل شامل آهن. هن ڪتاب جي مهاڳ ۾ تاجل بيوس لکي ٿو ته. "فارسي ۽ سنڌي روايتي شاعريءَ موجب غزل جو محور حسن پرستي يا عشق مجاز مقرر ٿيل آهي، يعني محبوبائن سان عشق ۽ محبت وارا لڳ لاڳاپا قائم ڪرڻ. هونئن به "تغزل" جي معنيٰ سُهڻن ماڻهن سان عشق جون ڳالهيون ڪرڻ ٻڌائي ويئي آهي. شاعريءَ جي هن دائري ۾ محبوب جو حسن جمال، ناز، انداز، زلفن جا دام، وفائون ۽ جفائون اچي ٿيون وڃن." هن ڪتاب جو انتساب تاجل بيوس هن ريت ڪيو آهي: "هيري ٺڪر ناليءَ هڪ ماءُ به پُٽ ڄڻيا، هڪ سنڌوءَ ڪناري آباد ٿيو ۽ ٻئي وڃي جمنا جي گود وسائي." ڪچي جلد سان، 112 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، مهراڻ پبلشرس ڪراچي پاران ڊسمبر 1996ع ۾ شايع ٿيو جنهن جي قيمت 50 روپيا آهي.

**تنهنجون ڳالهيون سڄڻ** (ڪتاب): سنڌي ڪهاڻين جو هيءُ ڪتاب شمشيرالحيدريءَ جو ترتيب ڏنل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 102 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو 25 پئسا رکيل آهي. ڇاپو پهريون، ساگر پبليڪيشن، بدين، پايونيئر پريس، حيدرآباد، مان سال 1961ع ۾ ڇپايو.

**تنهنجي دنيا سپ رنگ سانول** (ناول): سنڌ جي برک ليکڪ ۽ ڪهاڻيڪار سراج الحق ميمڻ جو هيءُ ناول سندس ٻن ٻين لاڳيتن ناولن: "منهنجي دنيا هيڪل وياڪل" ۽ "منهنجي دنيا مرگهه ترشنا" جي ٽريالاجيءَ جو حصو آهي، جيڪو گڏيل صورت ۾ "پياسي ڌرتي رمندا بادل" جي نالي سان گڏ به ڇپيل آهي. 'تنهنجي دنيا سپ رنگ سانول' ڊيمي سائيز جي 262 صفحن تي مشتمل ناول آهي، جيڪو ڇئن رنگن جي خوبصورت ٽائيٽل سان، نيو فيلڊس پبليڪيشن، حيدرآباد، سيپٽمبر 1989ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، جنهن جي ڪچي جلد جي قيمت 50 رپيا ۽ پڪي جلد جي قيمت 70 رپيا آهي.




**تنهنجي ڳليءَ جون ڳالهڙيون** (ڪتاب): هي سنڌ ۽ هند جي نامياري شاعر موتي پرڪاش جي شعرن جو مجموعو آهي جنهن جو عنوان موتي پرڪاش، پنهنجي همعصر ۽ نامياري شاعر شيخ اياز جي هن نظم تان ڪنيو آهي: " رابيل رت، مايا نگر/ تنهنجيءَ ڳلي جون ڳالهڙيون" هن ڊيمي سائيز جي 120 صفحن تي مشتمل ڪتاب جي قيمت 100 رپيا آهي.




2006ع ۾ ڇپيل هي ڪتاب جيون ڪلا پرڪاشن، آديپور (ڪڇ) مان ڇپايو ويو آهي. هي ڪتاب سنڌي قوم ۽ ساهت پريمين کي ڊاڪٽر رام بخشانيءَ پاران سوکڙيءَ طور ڇپائي پيش ڪيو ويو آهي. هن ڪتاب جو مختصر مهاڳ "دل جي ڳالهه" عنوان سان خود موتي پرڪاش لکيو آهي. جنهن ۾ هو لکي ٿو ته مون کي اهو مڃڻ ۾ عار نٿو ٿئي ته مون ٿورو لکيو آهي. ٿورو لکيو اٿم ۽ اهو سٺو لکيو اٿم، اها هام به ڪين هڻندم. فن يا ڪلا آهي، عميق سمجهه، جنهن جو پار به ڪونهي، انت به ڪونهي". هن ڪتاب ۾ به موتي پرڪاش جا هائيڪو بيت وايون، غزل ۽ نظم شامل آهن.

**تنهنجي منهنجي ڪهاڻي** (ڪتاب): ڀارت ۾ رهندڙ سنڌي ڪهاڻيڪار، چتري ناگپال جي 11 ڪهاڻين ۽ جيون جهلڪين (آتم ڪٿا) تي مشتمل، ڪرائون سائيز جي 148 صفحن تي مشتمل هيءُ ڪتاب، چترليکا پرڪاشن، بئنگلور پاران ليکڪ خود 1991ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، جنهن جي قيمت 40 رپيا آهي. ڪتاب جو انتساب، ليکڪ، آتم ڪٿا ۾ آيل نيڪ انسانن جي نالي ڪيو آهي. هن ڪتاب جي 93 صفحي کان 148 صفحي تائين 55 صفحن تي پکڙيل چترو ناگپال جي آتم ڪٿا "جيون جهلڪون" جي نالي سان موجود آهي. ڪتاب جو تعارف ليکڪ پاڻ لکيو آهي. سندس آتم ڪٿا ۾ ليکڪ جي جنسي جذبن ۽ غربت جو ذڪر آهي، جيڪي ٻئي ڳالهيون هن شدت سان ڀوڳيون آهن. چترو ناگپال 2006ع ۾ گذاري ويو آهي.




**تن ۽ تندرستي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ڊاڪٽر علي احمد قاضيءَ جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 336 صفحا آهن ۽ قيمت ٽي رپيا رکيل آهي. ڇاپو پهريون، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد مان سال، 1957ع ۾ ڇپايو.

**تُنيا** (تونيا): اصل ۾ سنڌ جا سماٽي جت آهن ۽ لاڙڪاڻي ضلعي ۾ وڏي تعداد ۾ آباد آهن. هنن مان ڪافي نقل مڪاني ڪري ڪڇ واري علائقي ۾ به آباد ٿيا آهن، جتي جت سڏجن ٿا. تنيا، ابڙن جي هڪ پاڙي جو نالو به آهي، ان ڪري هي ابڙا به آهن.

تنيا: تعلقي گنبٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

تنيا بقاشاهه، تعلقي ڪنڊياري جو اهم ڳوٺ آهي، مشهور ريڊيو براڊڪاسٽر ۽ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جو اڳوڻو سيڪريٽري سيد الهه بخش شاهه بخاري هن ڳوٺ جو هو.



**تنيو، شمس الدين، ڊاڪٽر**: مشهور اُستاد ۽ زرعي سائنسدان ڊاڪٽر شمس الدين تنيو پهرين مارچ 1955ع تي ڳوٺ ٺوڙهي بجار، تعلقي قمبر ۾ ڄائو. تعليم بي. ايس. سي آنرز (ايگرانامي: 1977ع)، ايم. ايس. سي (ايگرانامي: 1980ع) ۽ پي. ايڇ. ڊي (يونيورسٽي آف ويلز، برطانيا: 1990ع) آهي. ڊپارٽمينٽ آف ايگرانامي، زرعي يونيورسٽي ٽنڊو ڄام

مان پروفيسر جي عهدي تان رٽائر ڪيائين. سٺو نثر نگار، لغات نويس، ايگرانامسٽ ۽ مترجم آهي. سنڌس تحقيق ۽ ترتيب ۾ هيٺيان ڪتاب شامل آهن: (1) ”نيو سائنٽيفڪ ڊڪشنري“ (انگريزي- سنڌي 1995ع)، (2) ”وڌايل ۽ سڌاريل ايڊيشن“ (2003ع)، Glossary of Agricultural Terms (2001)، (3) ”فصل ۽ گندگاهه“ (2004ع)، (4) ”ٻج ٻج“ پيداوار ۽ ڇڪاس (2005ع)، (5) ”فصلن جي گڏيل پوک“ (ڊاڪٽر حاجي اسلام الدين مجيداڻي سان گڏ 2004ع)، (6) ”سنڌ جا فصل“ (2007ع) ۽ ”سنڌ جون ڀاڄيون ۽ مصالحا“ (2009ع) ڇپيل آهن. هو هن وقت ٽنڊي ڄام ۾ رهي ٿو. سنڌي ٻولي اٿارٽيءَ جي انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جي ايڊيٽرن جي پئنل ۾ شامل آهي.

**ٽنيو، صلاح الدين**: ناماري اداڪار صلاح الدين جو پورو نالو صلاح الدين ولد محمد ابراهيم ٽنيو آهي. هن 28 فيبروري 1949ع تي ڳوٺ حاجي ڏتي بخش ٽنيي تعلقي قمبر ۾ جنم ورتو. ميٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول سکر مان 1965ع ۾ ڪيائين. جڏهن ته بي. ايس. سي (آنرس) 1967ع ۾ ۽ ايم. ايس. سي سنڌ يونيورسٽي انسٽيٽيوٽ آف ڪيمسٽريءَ مان پاس ڪيائين.



سڀ کان اول ملازمت جو آغاز سال 1973ع ۾ لوڪل گورنمينٽ کاتي حيدرآباد کان ڪيائين، جتي حيدرآباد ميونسپل ڪارپوريشن ۾ اسسٽنٽ ٽيڪسيشن آفيسر ٿي ڪم ڪيائين. ست سال نوڪري ڪرڻ بعد 1979ع ۾ ليڪچرر طور علامه اقبال ڪاليج ڪراچيءَ ۾ مقرر ٿيو. بعد ۾ پبلڪ سروس ڪميشن پاس ڪري 1981ع صحت کاتي ۾ ڊرگ انسپيڪٽر مقرر ٿيو. ڪيس سال 1991ع ۾ ترقي ملي ۽ بحيثيت ڊويزنل ڊرگ انسپيڪٽر لاڙڪاڻو 1994ع تائين ڪم ڪيائين. 1994ع ۾ سنڌس بدلي ڪراچيءَ ٿي، ترقي ڪندي ڊويزنل ڊرگ انسپيڪٽر ۽ پوءِ چيف ڊرگ انسپيڪٽر ٿي سال 2009ع ۾ رٽائر ڪيائين.

صلاح الدين ٽنيو پوري پاڪستان ۾ ٽيليويزن جي ڊرامن وسيلي سڃاتو وڃي ٿو. هن شروع ۾ ريڊيو تي ڪم ڪيو. ان کان پوءِ پي ٽي وي ڊرامن جي سلسلي ”ناٽڪ سڀا“ ۾ پيش ٿيندڙ ڊرامي ”ناسور“ ۾ ڪردار ادا ڪيائين. اهو سنڌس پهريون ڊرامو هو. ان کان پوءِ هن کي ڪافي عرصو ننڍا ننڍا ڪردار ملندا رهيا. اڄ هو سنڌي ۽ اردو ڊرامن جي سينيئر اداڪارن ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو. شوڪت شوري جي لکيل ۽ فيض ٻگهيي جي پروڊيوس ڪيل سنڌي ڊرامي ”باک“ ۾ مولوءَ جي ڪردار ۾ گهڻو مشهور ٿيو. سندس سنڌي ڊراما تمام گهڻا آهن. پر هن کي مرزا قليچ بيگ جي ڪلاسڪ ناول ”انڪوائري آفيسر“ کان سواءِ ”چار“، ”ملڪيت“، ”مور اڏاڻا مور“، ”دنيا ديواني“، ”قربتون“، ”آس“ ڊرامن جي ڪري گهڻي پذيرائي ملي. ڪيس ڊرامي ”آس“ ۾ پي ٽي وي پاران 1999ع جو بهترين ريجنل اوارڊ مليو. ٽنيي صاحب 25 سالن ۾ ڪيترن ئي ڊرامن ۾ ڪم ڪيو آهي. پروڊيوسر منظور مگسيءَ جي ڊرامي ”دراڙيون“ ۾ نيشنل اوارڊ لاءِ منتخب ٿيو. صلاح الدين جو پهريون اردو ڊرامو پروڊيوسر هارون رند جو پروڊيوس ڪيل ”چوٽي سي دنيا“ هو. جنهن جو ليکڪ عبدالقادر جوڻيجو هو. ان کان پوءِ پروڊيوسر سيد علي رضويءَ پاران عبدالقادر جوڻيجي جو سال 1991ع ۾ پيش ٿيندڙ ڊرامو ”چوٽي بڙي لوگ“ شامل آهي. جنهن کي سنڌ ڪلچرل ايسوسيئيشن پاران اوارڊ به مليو. ان سال ئي ٻيو ڊرامو ”جنرل هوش محمد“ جيڪو پروڊيوسر فيض ٻگهيي پروڊيوس ڪيو. ان کان سواءِ ”آسمان تڪ ديوار“، ”جهنگل“ ۽ ”زرد پتون ڪا بن“ ۾ به هن ڪم ڪيو. هن 1997ع ۾ ڊرامي ”سب سي بڙا رپيا“ جي هدايتڪاري به ڪئي. ان کان سواءِ سنڌس ئي پيشڪش ۾ رحمت الله ماڃوٺيءَ جو ڊرامو ”ڪالي چادر“ ڪيترن ئي ٽي وي چينلن تي هلڻ کان سواءِ اين. ٽي. وي تي به هليو. صلاح الدين ٽنيي اٽڪل پنجن فلمن ۾ پڻ ڪم ڪيو آهي. جن ۾ غفار تبسم جي سنڌي فلم ”برسات“، ايس. گل جي فلم ”سهڻا سائين“، محمود صديقيءَ جي فلم ”علي گوهر“ ۽ ”آخري گولي“ وغيره شامل آهن. هن جو چهرو اداڪار وحيد مراد سان ملندو آهي. ۽ جڏهن فلم ”هيرو“ جي فلمبنديءَ دوران وحيد مراد وفات ڪري ويو ته هدايتڪار اقبال يوسف ان فلم کي مڪمل ڪرڻ جو اعلان ڪندي، وحيد مراد سان ملندڙ چهرن جو انٽرويو ڪيو. جنهن ۾ صلاح الدين کي چونڊيو ويو. پر پوءِ ڪيس ان اردو فلم جو ڪم نه ڏنو ويو. پاڻ اسٽيج ڊرامن جو بهترين اداڪار ۽ پروگرام آرگنائيزر به آهي. هن ڪيترن ئي ضلعن ۾ شاندار ورائٽي پروگرام پڻ ڪيا آهن. هن وقت به صلاح الدين ٽنيو مختلف ٽي. وي چئنلن تي ڊرامن ۾ بهترين اداڪاري ڪري رهيو آهي. سنڌس ٻه پٽ به اداڪاريءَ طرف راغب ٿيا آهن. پاڻ هن وقت سنڌي پرائيويٽ ٽي. وي چينلن تي ڊراما ڊائريڪٽر جي حيثيت سان به ڪم ڪري ٿو.

**ٽنيو، گل محمد**: ليکڪ گل محمد ٽنيو ڪنڊياري ۾ ڄائو. تعليم بي. اي آنرس. مرتب ۽ مترجم جي حيثيت ۾ سڃاتو وڃي ٿو. سنڌس ترتيب ڏنل ڪتابن ۽ رسالن ۾ ”رسالو سچل سرمست“ (مرتب: عثمان علي انصاري)، ”نئين سنوار“ (عربي فقرن، آيتن ۽ اصطلاحن جي معنيٰ ۽ ترتيب: 1987ع)، ”سودائي خليل جبران“ (ترجمو: 1994ع)، ”سچل جو رسالو“ (سرائيڪي ڪلام، مرتب: مولانا محمد صادق راڻيپوري)، ”سچل لغت جي نئين سنوار“ (1997ع)، ”موضوع وار شاهه جو رسالو“ (ايڇ. آءِ. سدارنگاڻي، نئين ترتيب: 2001ع)، ”مسيح ۽ ماڻهو“ خليل جبران ناول، (ترجمو: 2001ع)، ”جبران جون ڪهاڻيون“ (ترتيب ۽ ترجمو: 2004ع) ۽ ”بحر العشق“ (رسالو سيد رکيل شاهه صوفي القادري ٻولي وار ڪلام جي سنڌي ۽ سرائيڪي ترتيب، اوٺاين جي درستي ۽ ڪافين جي بند وار نئين ترتيب 2005ع) ڇپيل آهي. ان کان سواءِ هن روشني پبليڪيشن پاران ڪلاسيڪي شاعرن جي ڇپايل ننڍڙن ڪتابڙن جي انتخاب جو به ڪافي ڪم ڪيو آهي. هو هن وقت ڪنڊياري ۾ رهي ٿو.



**ٺٽوٽ جو ٽڙ**: اباوڙي تعلقي، ضلعي گهوٽڪيءَ جي ڏنگ سان جيسلمير جي حد ۾ هڪ ٽڙ آهي، جنهن کي ٺٽوٽ جو ٽڙ سڏيو وڃي ٿو. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ”رهاڻ هيرن کاڻ“، جلد نائين ۾ هن ٽڙ بابت هڪ قديم بيت ڏنو آهي:

اصل ٽڙ ٺٽوٽ هو، پوءِ کوهه ڪڇي ڪارو،
کير ڳڙهه، ڪينجهو، ٽيو ٽڙ سُتيارو،
ديهه ڏيو ٽَري، پتڻ پينگهارو،
ڊِنڊ ڪيروهي، تڏهن هو سڦٽي ميهار جو وارو.

ڪارو کوهه، ڪينجهو، پينگهارو ۽ ڊنڊ ڪيروهي به آسپاس جا تاريخي هنڌ آهن.

**ٽٺي جو هار**: ڄاتيءَ وٽ گج جو پرت (جيڪو هار وانگر ڏسڻ ۾ اچي). خاص ڪري ڪنوارين ڇوڪرين جي چولن تي اهو پرت پريو ويندو آهي. هن پرت کي ’ڪنڊلو‘ به چون. وچولي ۾ ’گريباني‘ يا ’ڪٽيون‘ چون ۽ لاڙ ۾ ’ٻيڙو‘ چون. اهڙو ساڳيو پرت، جيڪو اُرهه جي هيٺان هجي ته اُن کي ’سينابند‘ يا ’هيج‘ چون.

**تَوارُدُ:** علم بديع جو هڪ اصطلاح. ٻن شخصن طرفان ساڳئي مضمون جو خيال. ٻن شاعرن جو هڪ جهڙو خيال.

**تواريخ پاڪستان (ڪتاب):** جاڻ سان ڀرپور هيءُ اهم ڪتاب، نامياري عالم ۽ اديب محمد ابراهيم جويي ترتيب ڏنو/ترجمو ڪيو. جيڪو بورڊ آف انٽرميڊيئيٽ اينڊ سيڪنڊري ايجوڪيشن حيدرآباد ريجن پاران نائين ۽ ڏهين ڪلاسن لاءِ سفارش ڪيل ڪتاب هو ۽ 1962ع ۾ شايع ٿيو. هيءُ ڪتاب شيخ غلام علي اينڊ سنز طرفان ڇاپيو ويو. 615 صفحن تي ٻڌل هن ڪتاب جون چار هزار ڪاپيون شايع ڪيون ويون. هن ڪتاب ۾ 41 باب شامل آهن. جن ۾ پاڪستان جي تاريخ سان گڏ برصغير جي جاگرافي، سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب، پٿر واري زماني، ٻڌ ۽ جين ڌرم، مسلم فتوحات ۽ ڪاهن جي احوال سان گڏ مختلف تاريخي دورن جو تفصيلي ذڪر پڙهڻ لاءِ ملي ٿو. ان کان سواءِ پاڪستان ٺهڻ تائين ۽ ان کان پوءِ تحريڪن ۽ ترقيءَ جي احوال سان گڏ عظيم رهنمائن جي زندگيءَ جو احوال پڻ هن ڪتاب ۾ شامل ڪيو ويو آهي.




**تواريخ سنڌ (ڪتاب):** هن ڪتاب جو ليکڪ پوکر داس ٿانور داس، رهندڙ شڪارپور آهي، جنهن سال 1897ع ۾ هيءُ ڪتاب تصنيف ڪيو. ڪتاب ۾ 50 صفحا آهن ۽ قيمت 2 آنا 6 پايون آهي. هيءُ ڪتاب اسلاميه پريس، لاهور ۾ ڇپيو.

**تواريخ عباسيان (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب 1226هه/ 1811ع کان اڳ جو لکيل آهي. مصنف جو نالو نامعلوم آهي. انڊيا آفيس لئبرريءَ ۾ ان جو هڪ نسخو (نمبر D.P 755) موجود آهي، جنهن جا ابتدائي ورق نه آهن. تنهنڪري نه ڪتاب جو نالو معلوم ٿي سگهيو آهي ۽ نه مصنف جو! ڪتاب ۾ 1226هه/ 1811ع تائين جو احوال درج آهي؛ يعني ميان محمد علي خان بن ميان محمد عارف خان بن ميان عبدالنبي جي سال وفات (1226هه/ 1811ع) تائين منجهس حالتون بيان ڪيل آهن. ممڪن آهي ته ميان عبدالنبيءَ جي پوٽي ميان محمد عليءَ اهو ڪتاب تصنيف ڪرايو هجي.

**تواريخ مجدديه (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب غلام نبي قريشيءَ جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 106 صفحا آهن. هريسنگهه اينڊ سنز، سکر مان سال 1928ع ۾ ڇاپيو.

**تواريخ هندستان (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب تيجومل عالمچند، رهندڙ حيدرآباد، جو تصنيف ڪيل آهي، جيڪو سال 1898ع ۾ ڇاپيو ۽ قيمت هڪ رپيو 4 آنا ڄاڻايل آهي. قيصريه پريس، حيدرآباد مان سال 1898ع ۾ ڇپيو.

**تُوالو (Tuvalu):** هن ننڍڙي ٻيٽ جو سرڪاري نالو اسٽيٽ آف توالو (State of Tuvalu) ۽ ان جو پراڻو نالو ايلائس آئي ليندز آهي. توالو جي معنيٰ آهي اٺ ٻيٽ، ڇو ته ان جي 9 ٻيٽن مان 8 آباد آهن. هي اوشياتا اولهه پيسفڪ سمنڊ جي وچ ۾ آهي. هن جي ڏکڻ اوڀر ۾ اولهه سامو، اتر ۾ ڪيريبيٽي، ڏکڻ ۾ فجي 1000 ڪلوميٽر ۽ اولهه ۾ سڊني (آسٽريليا) 4000 ڪلوميٽر جي مفاصلي تي آهن. توالو 9 ٻيٽن جو گڏيل آهي، سڀ ٻيٽ هيٺانهان ۽ ڪورال سان ٺهيل آهن. انهن جي سمنڊ جي سطح کان بلندي صرف 15 فوٽن تائين آهي. هن جي گاديءَ جو هنڌ فونافوتي (Funafuti) ۽ سرڪاري ٻولي توالو (Tuvalu) آهي. توالو هڪ آئيني بادشاهت آهي. جنهن سان گڏ پارلياماني




نظام رائج آهي. هتي جي موسم گرم ۽ گهميل آهي. ساليانو گرمي پد 80 ڊگري فارنهائيٽ تائين هوندو آهي. برسات جو ساليانو سراسري مقدار 120 انچ آهي. مڪيه زرعي پيداوار ۾ ناريل، ڪيلو ۽ ميوو آهي ۽ مکيه صنعتن ۾ سياحت، ماهيگيري ۽ ٽڪليون آهن. توالو جي ڪل پکيڙ 26 چورس ڪلوميٽر (10 چورس ميل) آهي. هن جي آبادي 10 هزار 700 آهي. توالو جي آزاديءَ جو ڏهاڙو پهرين آڪٽوبر 1978ع آهي ۽ هن ملڪ گڏيل قومن جي اداري (UNO) جي ميمبرشپ 5 سيپٽمبر 2000ع تي ورتي.

**توانائي (Energy):** جيڪا شيءِ مادي ۾ ڪنهن به قسم جي ڦير گهير آڻي سگهي، ان کي توانائي چئبو آهي. توانائيءَ جي سڀ کان وڏي خاصيت اها آهي ته نه ان جو وزن هوندو آهي ۽ نه ئي اها جڳهه والاريندي آهي. اصل ۾ "ڪنهن جسم جي ڪم ڪرڻ جي صلاحيت کي" توانائي چئبو آهي. جيڪڏهن ڪا شيءِ گهڻو ڪم ڪري سگهي ٿي ته ان ۾ گهڻي توانائي هوندي، جيڪڏهن اها گهٽ ڪم ڪري ٿي ته ان ۾ توانائي گهٽ هوندي آهي.

توانائي مختلف شڪلين ۾ ظاهر ٿيندي آهي. مثلاً: توانائيءَ سان گرمي پد وڌي ويندو آهي، رنگ تبديل ٿي ويندو آهي، يا ڪنهن شيءِ جي حالت ۾ تبديلي اچي ويندي آهي. توانائيءَ جون مختلف شڪليون آهن، جن مان ڪجهه هيٺ ڏجن ٿيون.

1. **حرارتي توانائي:** مادي ۾ ماليڪيولن جي چرپر سان پيدا ٿيل توانائي حرارتي توانائي چئبي آهي. ڪنهن مادي جا پرماڻا (ماليڪيول) جيتري تيزيءَ سان چرپر ڪندا آهن، اوترو ئي وڌيڪ حرارتي توانائي پيدا ٿيندي آهي ۽ مادو اڳي جي ڀيٽ ۾ گرم ٿي ويندو آهي.

2. **برقي توانائي:** اليڪٽرانن جي چرپر سان برقي توانائي پيدا ٿيندي آهي. گهڻا اليڪٽران جڏهن ڪنهن مادي مان لنگهندا آهن ته ان کي برقي وهڪ چئبو آهي.

3. **ائٽمي توانائي:** هلندڙ دور جي سڀ کان اهم دريافت مادي کي توانائيءَ ۾ تبديل ڪرڻ آهي. ان طرح حاصل ڪيل توانائيءَ کي ائٽمي توانائي چئبو آهي. ائٽمي توانائيءَ کي حاصل ڪرڻ لاءِ ايٽم جي نيوڪليس کي ٽوڙيو ويندو آهي.

4. **ميڪاني توانائي:** سيني چرپر ڪندڙ جسمن جي توانائي، ميڪاني توانائي هوندي آهي. جڏهن ته تيز هوا يا وهندڙ پاڻيءَ کي به ميڪاني توانائي هوندي آهي. سيني مشينن مان حاصل ڪيل توانائي به ميڪاني توانائي هوندي آهي. جهڙوڪ: اسٽيم انجڻ، ڊيزل انجڻ، پيٽرول انجڻ ۽ برقي موٽر وغيره مان ميڪاني توانائي حاصل ٿيندي آهي.

ميڪاني توانائيءَ جا ٻه قسم ھوندا آھن: (الف) حرڪي توانائي، (ب) مخفي توانائي.

(الف) **حرڪي توانائي:** ھر چرپر ڪندڙ جسم ۾ توانائي ھوندي آھي، ان ۾ ڪم ڪرڻ جي صلاحيت ھوندي آھي ۽ اھا مختلف قسمن جون تبديليون پيدا ڪري سگھندي آھي. اھڙي توانائيءَ کي حرڪي توانائي چئبو آھي.

(ب) **مخفي توانائي:** ھڪ پٿر کي ڪنھن مٿانهين جاءِ تي رکو، پٿر ۾ ڪم ڪرڻ جي صلاحيت پيدا ٿي وڃي ٿي. جيڪڏھن پٿر کي ڪيرايو وڃي ته پٿر ڪرندي ٻين شين سان ٽڪرائجي، انھن تي ڪم ڪري سگھي ٿو. مٿانهين جڳھ تي پيل پٿر ۾ ڪا به چرپر نه آھي، البته ان ۾ توانائي ضرور آھي. ۽ اھا توانائي مخفي (ڳجھي) ھوندي آھي. اھڙي توانائيءَ کي مخفي توانائي چئبو آھي. جڏھن واچ کي چابي ڏني ويندي آھي ته ان جو اسپرنگ ڇڪجي ويندو آھي، ان ۾ توانائي گڏ ٿي ويندي آھي. اھا ئي توانائي واچ جي ڪانٽن کي ھلائڻ جي ڪم ايندي آھي. چابي ڏيڻ سان اسپرنگ ۾ تبديليءَ جي ڪري توانائي گڏ ٿي ويندي آھي.

5. **ڪيميائي توانائي:** ڪيميائي توانائي حقيقت ۾ مخفي توانائيءَ جو ھڪ قسم آھي. جو ته ھيءَ مادي وارين شين ۾ ذخيرو ٿيندي آھي. جڏھن ٻه يا ٻن کان وڌيڪ شيون پاڻ ۾ ملي ھڪ نئين شيءِ ٺاھين ٿيون، ته ڪيميائي توانائي جذب يا خارج ٿئي ٿي. مختلف شين جي ائٽمن جي اليڪٽرانن جي وچ ۾ عمل ٿيڻ سان نوان مادا وجود ۾ ايندا آھن.

6. **لھري توانائي:** توانائيءَ جو ھڪ ٻيو قسم لھرن جي صورت ۾ چرپر ڪندو آھي. اھا لھري توانائي سڏبي آھي. لھري توانائيءَ جو ھڪ قسم صوتي توانائي (Sound Energy) آھي، ان جي مثالن ۾ ايڪس ريز، ريڊيو جون لھرون، ڪاسمڪ شعاع وغيره شامل آھن.

توانائيءَ جي ھڪ قسم کي ٻئي قسم ۾ تبديل ڪري سگھجي ٿو. بجلي گھر ۾ بجلي پيدا ڪرڻ ان جو اھم مثال آھي.

**توب/ توفَ:** ھڪ قسم جو اھڙو وڏو ھٿيار، جنھن جي مدد سان بارودي گولا اڇلايا وڃن. سڀ کان پھرين ڪريسي (اتر فرانس) جي لڙائي (1346ع) ۾ ھلڪين توپن جو استعمال ٿيو. توپن جي استعمال دنيا ۾ قلعن جي حفاظتي حيثيت ختم ڪري ڇڏي، ھن دور ۾ تقريباً سڀئي توبون مشيني آھن، جيڪي



ھاڻي ٽينڪن جي صورت ۾ تبديل ٿي چڪيون آھن. سنڌ جي تاريخ ۾ ٽالپرن ۽ انگريزن جي وچ ۾ لڙائي دوران توبون استعمال ٿيون ھيون.

**توبة النصوح يا سچي توبھ** (ڪتاب): ھيءَ ڪتاب خان بھادر محمد صديق ميمڻ جو لکيل آھي. ڪرائون سائيز واري ھن ڪتاب ۾ 87 صفحا آھن ۽ قيمت ٻه آنا آھي. ڇاپو پھريون اٺس، جيڪو سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي، مسلم ادبي پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان، سال 1946ع ۾ ڇاپيو



**توبرو:** چم جي ڳوٿري، جنھن ۾ واڍو يا رازو پنھنجا اوزار کڻي ھلندو ھو توبرو جنگ جي وقت ۾ تيرن رکڻ لاءِ به ڪم ايندو ھو.

چمڙي مان ٺھيل ڳوٿري، جنھن ۾ گھوڙن ۽ گڏھن کي ان يا چارو ڏجي، ان کي به توبرو چون. اھو گھوڙي جي منھن تي چاڙھي ڇڏيندا آھن.

**تو بن کھڙا چانورا** (ڪتاب): ھيءَ ناميارِي شاعر اياز گُل جي شاعريءَ جو مجموعو آھي، جنھن جو مھاڳ "ڪوئي گل ڦٽو منھنجي ٺاريءَ مان" جي عنوان سان شيخ اياز لکيو آھي. شيخ اياز سندس فن تي لکيو آھي ته:




"اياز گل نئين ٽھيءَ جو منفرد شاعر آھي ۽ ننڍيءَ عمر ۾ ئي ھن پنھنجي جاءِ والاري ڇڏي آھي. مان ھن جي شاعري ۽ نئين ٽھيءَ جي شاعري ڏسي انھيءَ نتيجي تي پھتو آھيان ته، اھا نيٺ ڪنھن ڏينھن ٻه بين الاقوامي معيار تي اچي ويندي. ان شاعريءَ ۾ جاگيرداري دور مان نڪري، صنعتي دور ۾ داخل ٿيڻ جا آثار ملن ٿا ۽ ان جون تشبيھون وغيره روايتي شاعريءَ کان مختلف آھن ۽ انھن تي پنھنجي انفراديت جي ڇاپ آھي".

ھن ڪتاب ۾ اياز گل جا غزل، وايون، نظم، گيت، سوايون، ھائيڪا، ترائيل ۽ ٽه سٽا شامل آھن. ھي ڪتاب سُگنڌ پبليڪيشن لاڙڪاڻي پاران جون 1992ع ۾ شايع ڪيو ويو. ڪچي جلد سان، 148 صفحن واري ھن ڪتاب جي قيمت 50 روپيا آھي.

**توبن واري:** ضلعي ميرپورخاص جي تعلقي ساماري ۾ ھڪ ديھ جو نالو، جنھن ۾ ھيٺيان ڳوٺ شامل آھن:

رئيس محمد حسن پرھڙي، عبدالغفور آرائين، قاضي محمد عمر، محمد عمر، محمد اسماعيل مومن، شونقي مل ماڙھي، ميربخش ڪپري، حاجي سجاول، دودو خاصخيلي ۽ مجنون خاصخيلي.

**توبہ، سورة:** قرآن مجيد جي نائين سورة. ھي سورت البرات جي نالي سان به مشھور آھي. ھن ۾ ڪل 16 رڪوع ۽ 129 آيتون آھن. ھن سورة جي پھرين آيت ۾ بعض ايمان وارن جي معافي جو ذڪر ٿيل آھي. ھيءَ اھا سورة آھي، جنھن جي شروعات بسم الله کان نٿي ٿئي. امام رازيءَ جي بقول ته خود حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن بسم الله ڪانه لکائي ھئي. ھن آيت جي نازل ٿيڻ جو وقت 9 ھجري جي لڳ ڀڳ آھي. ھن آيت جا پھريان پنج رڪوع حضرت ابوبڪر رضه کي اميرالحج ڪري موڪلڻ کان پوءِ نازل ٿيا.

پوءِ جا چار رڪوع غزوه تبوڪ جي تياريءَ مهل نازل ٿيا ۽ باقي آيتون غزوه تبوڪ جي واپسيءَ تي نازل ٿيون. اهي معاملا، جن جي پيشِ نظر سورة توبہ نازل ٿي، اهي هي آهن:

1. جيئن تہ اسلامي رياست جو قيام عمل ۾ اچي چڪو هو، ان لاءِ ضرورت ان ڳالھ جي هئي تہ مخالف قوتن ۽ قديم نظام جو خاتمو ڪيو وڃي ۽ جاهليت جي دور جي سڀني رسمن جو مڪمل خاتمو آندو وڃي.

2. پاڙيسري ملڪن کي دين حق جي دعوت ڏني وڃي ۽ ڪين اسلامي جهنڊي هيٺ آندو وڃي.

3. داخلي معاملن تي توجهہ ڏيڻ ضروري هو تہ جيئن منافقن جي پاڙ پٽي وڃي. ان لاءِ حضور صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم غزوه تبوڪ جي تياريءَ وقت سوئلم جي گهر کي ساڙائي ڇڏيو، جتي منافق گڏ ٿي مسلمانن جي خلاف سازشون ڪندا هئا. انهيءَ پاليسيءَ هيٺ تبوڪ کان واپسيءَ کان پوءِ مسجد ضرار کي بہ ڊاهڻ جو حڪم ڏنو.

4. مسلمانن جي ارادن کي پڪو ڪرڻ ۽ ڪفر ۽ اسلام جي ويڙھ ۾، اسلام لاءِ جان فدا ڪرڻ جو جذبو بيدار ڪرڻ. جيڪو هن سورت جي نالي البرات مان ظاهر آهي. پهرين رڪوع ۾ ڪافرن جي شرارت کي پنجو ڏيڻ ۽ انهن کان علحدگي اختيار ڪرڻ جو ذڪر آهي ۽ ٻئي رڪوع ۾ انهن ماڻهن جو بہ ذڪر ڪيو ويو آهي، جن سان اڃا جنگ ڪرڻي هئي، جن بار بار وعدي خلافي پئي ڪئي ۽ قسم ڪئي ڦري ٿي ويا. ٽئين رڪوع ۾ ٻڌايو ويو تہ مسلمانن کي اسلام خاطر مالي ۽ جاني قربانيون ڏيڻ گهرجن ۽ چوٿين رڪوع ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ پنهنجي تختن تي ناز نہ ڪيو، جو اهي اوهان کي الله پاڪ جي طرفان عطا ٿيل آهن. پنجين رڪوع ۾ اهل ڪتاب وارن جي اسلام خلاف ڪيل ڪوشش جو ذڪر ڪيو ويو آهي. ڇهين رڪوع ۾ غزوه تبوڪ جو ذڪر آهي. ستين رڪوع ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ منافق اسلام کي تباهہ ٿيندو ڏسڻ چاهين ٿا. اٺين رڪوع ۾ منافقن جي ايذاءَ رسائي ۽ نائين رڪوع ۾ نفاق جي ناڪاميءَ جي انجام بابت ٻڌايو ويو آهي.

5. ڏهين رڪوع ۾ منافقن سان جهاد ۽ يارهين رڪوع ۾ انهن سان مڪمل تعلق ٽوڙڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي. ٻارهين ۽ تيرهين رڪوع ۾ منافقن ۽ سندن گروهہ کي ٻئي عذاب ڏيڻ بابت فرمايو ويو آهي. جڏهن تہ چوڏهين ۽ پندرهين رڪوع ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ مومنن جو خدا سان ڪهڙو عهد آهي ۽ انهن کي پنهنجون خدمتون ڪهڙي نموني سرانجام ڏيڻيون آهن.

**تُوت** (Mulberry/ *Morus indica*): مشهور ميويدار وڻ، جنهن ۾ ننڍين ڦرين وانگر ميوو ٿيندو آهي. ان جي هڪ قسم کي 'شهہ توت' بہ چوندا آهن. هن مشهور ميوي جا ٻہ ٻيا قسم ٿيندا آهن: ڪنا تُوت ۽ مٺا تُوت. ڪنا توت، ڳاڙهي ۽ ڪاري رنگ جا ۽ مٺا توت سائي رنگ جا ٿيندا آهن. طبي لحاظ کان دل ۽ دماغ کي فرحت ڏين ٿا، بدن کي ٿلهو ڪن ٿا، رت چڱو پيدا ڪن ٿا. هن وڻ جي پنن تي پٽ ڪينئان پاليا ويندا


توت

آهن. شهہ توت جو وڻ هماليہ جي ٻهاڙن ۾ قدرتي طور ڦٽي ٿو. ان جو قد وچولو ٿيندو آهي ۽ سياري جي موسم ۾ پن ڇاڻيندو آهي. طبي خوبين جي ڪري هن وڻ کي ميداني علائقي ۾ پڻ پوکيو ويندو آهي. هن جي ميوي جو مربو تيار ڪيو ويندو آهي. هن جا گل نهايت خوبصورت ٿيندا آهن.

**تُوتاري/ تُوتاڙي**: هيءُ ڦوڪ سان وڄائڻ جو ساز آهي. عام طرح ان کي "شرناءِ" بہ چوندا آهن. ٻارن جون توتاريون، ڪاني يا هلڪي پتري ڪاٺيءَ مان ٺاهيون وينديون آهن.

**توتانُ**: توتان هڪ بهادر نوحاڻي ٻروچ هو، جنهن موندرَ ۽ ڇڪي خاصخيليءَ سان گڏجي، بختيار بيگ ترڪمان سان مقابلو ڪيو هو. بختيار بيگ ان وقت سيوهڻ جو حاڪم هو ۽ نوحاڻين. بختيار بيگ جي آڻ مڃڻ کان نابري واري ڇڏي هئي، ان ڪري بختيار بيگ مٿن رعب جمائڻ لاءِ ڪاهہ ڪئي. توتان نوحاڻي بهادريءَ سان وڙهندي وڙهندي، بختيار بيگ جي چرڪس غلام، رحمان قليءَ هٿان مارجي ويو. انهيءَ جنگ جي باري ۾ سگهڙن جا ڪيئي بيت مشهور آهن. جهڙوڪ:

ڏڙ ڏُهيو، سِر لُڏيو، پوءِ بہ ڇَڪيءَ هَنيُئون چار،
تو تان جي تَرار، موندر مَست ملهائيو!

**تو تہ چيو هو** (ڪتاب): هي ڪتاب نوجوان شاعر ظفر عباسيءَ جي شاعريءَ جو مجموعو آهي. جيڪو غزلن ۽ ترائيلن تي مشتمل آهي. ظفر عباسيءَ کي عروضي شاعريءَ تي سٺي دسترس حاصل آهي. هن ڪتاب ۾ تاج جويو، وشال امير، تسليم سحر، نسرين سيد، نصير مرزا، وفا مولا بخش قمبراڻي ۽ مهڪ جوڳيءَ جا تاثر شامل آهن. ڊيمي سائيز، رنگين ٽائيٽل ۽ جلد ڪچي واري هن ڪتاب جا 128 صفحا آهن ۽ قيمت 80 رپيا آهي. هي ڪتاب نيو ٿنڪرس فورم طرفان 2006ع ۾ شايع ٿيو.




**توتي چنڊول**: هي پکي ڪاري مٿي وارو چنڊول آهي. هي 13 سينٽي ميٽر بت رکندڙ، ريتيلي ناسي پٺيءَ وارو پکي آهي. هن جي ڳچي، پيٽ ۽ مٿو ڪارا ٿين. پيشاني، ڳل ۽ ڪنن وارو حصو اڇو ٿئي. نر ۽ مادي مختلف رنگ جا ٿين ٿا. هن جي مادي ميرانجهڙي جوئيءَ واري توتي چنڊول جي ماديءَ جهڙي ٿئي ٿي، جيڪا رنگ ۾ جهرڪيءَ جهڙي هوندي آهي. توتي چنڊول جي ڇهنب ننڍي ۽ ٿلهي ٿئي ٿي.

**تُوتيو** (Copper Sulphate): هڪ قسم جو ٻسارڪو ڪر، نيري يا سائي رنگ جي معدني پيداوار آهي. جيڪا کاڻين مان کوٽي ڪڍبي آهي. بعضي تيزاب ۾ ٽاموڳاري بہ ٺاهبو آهي. توتئي جا چار قسم ٿين ٿا: سائو توتيو، نيرو توتيو، ڳاڙهو توتيو ۽ معدني توتيو. سُرمائي، سائي ۽ آسماني رنگ وارو توتيو ڦٽڪين جي ڳَرين وانگر ٿيندو آهي. طبيب مختلف دوائن ۾ استعمال ڪندا آهن.


توتيو

**توثيق الاصناف** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب مولوي خيرمحمد جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 48 صفحا آهن. انجمن تائيدالحق، عباسي ليٿو پريس، ڪراچيءَ مان سال 1936ع ۾ ڇپايو.

**تو پڇاڻان سپرين** (ڪتاب): هي ڪتاب ليکڪ ۽ پبلشر ناز سنائيءَ جو لکيل آهي. جنهن ۾ سائين جي. ايم. سيد جي شخصيت بابت سندس مضمون ۽ تاثر شامل آهن. جيڪي سائين جي. ايم. سيد جي زندگيءَ جي مختلف پهلوئن تي روشني وجهن ٿا. هن ڪتاب ۾ ڪل 12 مضمون ۽ ڪجهه تصويرون شامل آهن. ڊيمي سائيز، رنگين ٽائيٽل ۽ جلد پڪي واري هن ڪتاب ۾ 128 صفحا آهن، قيمت 100 رپيا آهي. هي ڪتاب سنڌي ساهت گهر حيدرآباد پاران جنوري 1998ع ۾ شايع ٿيو.



**توپن ڏاهري**: تعلقي شهداد پور جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

امان الله ڏاهري، تاج محمد ڏاهري، شاهه محمد عمراڻي، خميسو بروهي، حاجي مريد جهلڻ، منگيو خيل، مريد چن، غازي چن، گل حسن ڏاهري، خير خان رند، حاجي محمد اسماعيل چن، علي محمد بروهي، منٺو خان رند ۽ حاجي بروهي.

**توج**: هن نالي سان جيڪب آباد ضلعي جي ڪشمور ۽ ٺُل تعلقن ۾ جدا جدا ديهون آباد آهن. ٺل تعلقي واري ديهه ۾ ست ڳوٺ آباد آهن:

خانڻ بنگلاڻي، غلام مصطفي سميجا، ڪرم الله بنگلاڻي، سڪندرآباد، غوث بخش ۽ ارسلان خان.

ڪشمور تعلقي ۾ جي ديهه توج هيٺان ڳوٺ آباد آهن:

توج، سليمان لاشاري، حاجي شاهه مراد، ڳڙهي بخشو، نعمت الله ڊومڪي، عبدالحميد، عبدالحليم، حبيب الله، فضل الحق، شمس الحق، عبدالجبار، عبدالبڪر، علي خان، احسان الحق، اختر علي، محمد عمر، عبدالواحد ۽ شاهه مراد.

**توجل**: تعلقي ناري ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پلي ڏنو ملو، حاتم چانديو، خان محمد ملو، نهال شر، ارباب ملاح، گل شير لاشاري، ڪانديرو، هيڙو ڏهراج، جادل شر، ليمون لاشاري، عبدل وچاڻڻ، خليفو احمد علي ۽ ڏتي بخش آرائين.

**توجي نالي وارو دڙو** (ماڳ): هي دڙو توجي چشمي لڳ خاران، بلوچستان ۾ واقع آهي. هي توجي چشمي جي ڏکڻ ۾ انهيءَ جاءِ تي آهي، جتي اهو نالو هڪ نئين سان ملي ٿو انهيءَ هنڌ ٻه دڙا آهن. جن مان هڪ دڙو اتر-ڏکڻ 100 وال ماپ جو نئين جي پيٽ کان 35 فوٽ اوچو آهي. جتي رهائشي جاين جا آثار ملن ٿا، جيئن ته خزاني جي ڳولا ڪندڙن هن دڙي کي گهڻو کوٽيو آهي، ان ڪري پٿريون ظاهر ٿي پيون آهن. پٿرين جي ٿولهه 3 فوٽ ۽ اوچائي 4 کان 5 فوٽ ڏسڻ ۾ اچي ٿي. دڙي جي مٿاڇري کان هيٺ لاهين تائين ڪافي تعداد ۾ ٺڪرائو ملي ٿو. ٺڪر جو رنگ ڳاڙهو آهي، ان تي ناسي رنگ جا چٽ چٽيل آهن. ٻيو دڙو هن کان ايراضيءَ ۾ ننڍو، الڳ سان ٻيٺل هيٺ تراڪڙي سطح تي وڏي دڙي جي ڏکڻ ۾ آهي. اتي اڏاوتن جا نشان نظر ڪو نه ٿا اچن، پر ٺڪرائو ساڳي نموني جو آهي.

**توحيد**: خدا تعاليٰ کي هڪ ڪري مڃڻ جو عقيدو 'توحيد' آهي. هيءَ اسلام جي پنجن رڪنن مان پهريون ۽ بنيادي رڪن آهي. هن رڪن موجب، الله تعاليٰ واحد ۽ هڪ آهي. ڪوبه سندس عظمت، هيڪڙائي ۽ خدائيءَ ۾ شريڪ نه آهي. هن لفظ جي لغوي معنيٰ 'هڪڙو ٿاهڻ' يا 'هيڪڙائيءَ جي مڃتا' آهي. انهيءَ ڪري اهو اصطلاح "وحدانيت يا توحيد" لاءِ به ڪم آندو وڃي ٿو ان جي مطلب ۾ مراد آهي ته "سواءِ الله جي ٻيو ڪو معبود ڪونهي." توحيد جي معنيٰ آهي، هڪڙي الله کي مڃڻ ۽ ان تي ايمان آڻڻ. توحيد جي حقيقت، الله جي ذات ۽ صفات ۾ ڪنهن کي شريڪ نه سمجهڻ آهي.

اسلام کان اڳ وارن مذهبن ۾ به توحيد جي تعليم اهم هئي ۽ سيني نبين اها تعليم ڏيڻ لاءِ پنهنجون حياتيون وقف ڪيون. توحيد جي علم جي طبعي تقاضا اها آهي ته ان ۾ دين ۽ ديني عقيدن جي باري ۾ گهڻن مسئلن ۾ اختلاف راءِ هجي. انهن مختلف مسئلن کي موضوعن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. جيڪي هي آهن: (1) جسم، حادثاتي آهي، ان جو مقصد دهرين جو رد آهي. جيڪي زماني کي قديم مڃيندا آهن. (2) "عالم کي ايجاد ڪندڙ هڪ آهي. ۽ اهو "الله" آهي. (3) الله هڪ آهي، دوئي ۽ تثليث جو نظريو رد ٿئي ٿو. (4) "انسان جي فعلن جو بحث، ته ڇا انسان خود افعال (ڪم) پيدا ٿو ڪري يا انهن جو خالق به الله آهي؟

قرآن، اسلام جو بنيادي ڪتاب آهي. جيڪو انسان کي سوچڻ، سمجهڻ، فڪر ۽ غور ڪرڻ جي دعوت ڏئي ٿو. انهيءَ ڪري ضروري آهي ته اهل اسلام خود قرآن کي سمجهڻ ۾ پنهنجي عقل ۽ راءِ کان ڪم وٺن ۽ اهڙيءَ طرح سنت کي به مڃيو وڃي. جيڪا ان جي توضيح ڪري ٿي، سوچي ۽ پرکي ٿي: پر جيستائين رسول الله صلي الله عليه وسلم ماڻهن جي وچ ۾ رهيا ته انهن کي قرآن شريف کي سمجهڻ ۽ غور ڪرڻ جي ضرورت نه هئي، ڇوته جڏهن اصحابين کي ڪا ڳالهه سمجهه ۾ نه ايندي هئي ته نبي سڳوري صلي الله عليه وسلم جي خدمت ۾ حاضر ٿي پڇي وٺندا هئا. جيڪو ڪين سنئينءَ راهه تي وٺي هلندو هو. نبي سڳوري صلي الله عليه وسلم جي ظاهري وڇوڙي کان پوءِ خلافت جو مسئلو اُٿيو ۽ اختلاف پيدا ٿيا. ان کان پوءِ ئي مناظرا، مجادلا ۽ مباحثا شروع ٿي ويا.

بهرحال اسلام جي بنيادي رڪنن مان پهرئين يعني توحيد تي ايمان ئي سيني لاءِ اهم ترين رڪن رهيو آهي. جنهن تي نه صرف شريعت جا پابند عالم، پر سمورا صوفي به متفق آهن.

**توحيد** (رسالو): "توحيد" جي نالي سان هڪ ننڍو پر مفيد ڪتاب مولانا دين محمد وفائيءَ جو لکيل آهي. رايل سائيز واري هن ڪتاب جا 32 صفحا ۽ قيمت 3 آنا آهي. دفتر توحيد، عباسي ليٿو پريس ڪراچيءَ، مان. سال 1940ع ۾ ڇپايو ويو.

ساڳئي نالي سان هڪ ماهنامو "توحيد" مولوي دين محمد وفائيءَ 1923ع ۾ جاري ڪيو. ڪن حالتن جي ڪري ٽن سالن کان پوءِ ان کي بند ڪرڻو پيو. 8 سالن کان پوءِ وري 1934ع ۾ جاري ڪيائين. هن دور ۾ مولانا دين محمد وفائيءَ جي رسالي کي تمام گهڻي شهرت ملي. مولانا دين محمد 'وفائي' مشهور عالم دين ۽ سياستدان هو. هن خلافت تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتو. سنڌ جي ماڻهن هن رسالي جي دل کولي آجيان ڪئي.

**توحيد الاسلام** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب مولانا دين محمد 'وفائيءَ' جو لکيل آهي. رايل سائيز ڪتاب ۾ 104 صفحا آهن. ڇاپو پهريون. ليکڪ مطبع رفاهه عام، لاهور، مان سال 1921ع ۾ ڇپايو.

**توحيد چا آهي** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب مولانا فضل احمد غزنويءَ جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت هڪ آنو آهي. ڇاپو ٻهريون. اداره تبليغ الاسلام، مسلم ادبي پريس، حيدرآباد مان، سال 1944ع ۾ ڇپايو. ساڳئي ڪتاب جو ٻيو ڇاپو، رايل سائيز ۾ اداره تبليغ الاسلام، حيدرآباد مان، 1964ع ۾ ڇپايو.

**توحيد نامو** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب پير رشدالله شاهه جهنڊي واري جو لکيل آهي. جيڪو مولوي عبدالحق ترجمو ڪري ڇپايو. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 38 صفحا آهن. ڇاپو ٻهريون، مدرسه دارالارشاد، رفاه عام پريس لاهور مان سال 1909ع ۾ ڇپايو.

**تو در آيس** (ڪتاب): هي ڪتاب ڪهنه مشق شاعر عبدالغفور عابد جو شعري مجموعو آهي، جيڪو منصور پبلشنگ ايجنسيءَ طرفان، 1996ع ۾ ڇپايو ويو. هن ڪتاب جو تعارف نامور شاعر ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز ۾ ڇپيل هن ڪتاب ۾ 120 صفحا آهن ۽ ان جي قيمت 40 رپيا ڄاڻايل آهي.

**تودري**: هڪ قسم جو پسارڪو وکر، جيڪو طبي لحاظ کان گهڻين بيمارين ۾ فائديمند آهي. هيءَ هڪ قسم جو سنهو ٻج آهي، جيڪو ڳاڙهي هيڊي رنگ تي ٿيندو آهي.

**توڏر مل، راجا**: اڪبر بادشاهه جي نون (9) رتنن مان هڪ رتن راجا توڏر مل به هو. جيڪو ذات جو کتري هو. سندس اصل وطن بابت ڪنهن به تاريخ دان ثابتيءَ سان ڪو نه لکيو آهي. ڪن جو خيال آهي ته هو لاهور جو هو، مگر ايشياٽڪ سوسائٽي وارن سندس وطن اوڌ جو تعلقو لاهرپور قرار ڏنو آهي.

سندس تعلق غريب گهراڻي سان هو، پر سندس ماءُ جي دعائن رنگ لاتو ۽ شير شاهه سوريءَ جي دور ۾ منشيءَ طور پرتي ٿيو. شهنشاهه اڪبر جي دور ۾ پنهنجي لياقت ۽ قابليت سبب اڪبر جي بادشاهيءَ جي 22 صوبن جو وزير ماليات مقرر ڪيو ويو. ڪيس غور ڪرڻ، قائدن جي پابندي ۽ ڪم کي سليقي سان نباهڻ جو وڏو ڏانءُ هو. توڏرمل ڪتاب پڙهڻ جو گهڻو شوقين هو. جنهنڪري نه صرف علم جي حاصلات پر عقل ۽ فهم ۾ به پڙ هو. توڏر مل ڌرم ڪرم ۽ پوڄا پاٺ ۾ مڪمل هندو هو مگر وقت جي نزاڪت کي ڏسي ويس بدلائيندو هو. توڏرمل حساب ڪتاب ۽ قانون ۾ ڪنهن سان به رعايت نه ڪندو هو. هن لاءِ مشهور هو ته هو سخت مزاج آهي. 972هه/ 1564ع ۾ جڏهن خان زمان کي ڪڙا مانڪ ۽ مير معيز الملڪ کي بهادر خان جي مقابلي لاءِ قنوج موڪليو ته اڪبر توڏر مل کي به مير معيز سان گڏ انهيءَ معرڪي ۾ شامل ڪيو. هن انهيءَ معرڪي ۾ پنهنجا جنگي جوهر چڱي نموني ڏيکاريا، جنهنڪري اڪبر وٽ وڏي عزت مليس. چتور، رن ٿنبور ۽ سورت جي فتحن ۾ توڙي هو شامل ڪو نه هو مگر، انهن فتحن ۾ سندس عقل ۽ فهم لشڪر سان بهرحال شامل رهيو. 980هه/1572ع ۾ کيس حڪم مليو ته پاڻ گجرات وڃي اتان جي مال گذاريءَ جو جائزو وٺي. 981هه/1573ع منعم خان جي سپهه سالاري ۾ جنگ ڏاڍي ڊيگهه ورتي ۽ اڪبر کي اها به خبر پئي ته شاهي لشڪر رڳو مال غنيمت جي پويان آهي، سر ڌڙ جي بازي لڳائڻ کان ڪيٻائي رهيو آهي، ته اڪبر بادشاهه توڏرمل جي مشوري سان. ڪن اميرن کي وڏيڪ لشڪر ڏئي قنوج موڪليو. توڏرمل به انهيءَ لشڪر ۾ شامل هو. سندس مٿان لشڪر جو انتظام هو. هن وڃڻ سان ئي لشڪر کي نئين نموني ترتيب ڏئي ميدان ۾ لاٿو ۽ ميدان ماريائين. اهڙي نموني پٽنا ۽ بنگال وارين لڙاين ۾ به هن پنهنجا جنگي جوهر ڏيکاريائين. 990هه/ 1582ع ۾ هن اڪبر بادشاهه جو جشن پنهنجي گهر ۾ ڪيو. اڪبر بادشاهه به وفادارن سان وفادار رهندو هو. سندس گهر ضيافت تي ويو ۽ هڪ هزاري منصب عطا ڪيائينس. 993هه/1584ع ۾ کيس چار هزاري منصب مليو. هن حساب ڪتاب رکڻ لاءِ "تازن" نالي رسالو به لکيو هو. توڏرمل نه صرف اڪبر جي مالي معاملن ۾ وزير ۽ خاص وزير هو پر هو تلوار جو به ڌڻي هو. جنهنڪري سندس مخالفن جو تعداد به چڱو خاصو وڌيل هو. 996هه/1587ع ۾ کيس ڪنهن حريف اونده ۾ تلوار هڻي ماري وڌو. ابوالفضل انهيءَ ماجرا تي لکيو آهي ته ڪن اميرن کي سندس نيڪ نيتيءَ تي شڪ هو ته ڪن کي مذهبي عداوت سبب اختلاف. مگر تحقيقات کان پوءِ پتو پيو ته راجا توڏرمل ڪنهن کتريءَ کي سندس ڪنهن غلط عمل جي سزا ڏني هئي. انهيءَ سزا ان کتريءَ جي اعصابن تي سوار رهي ۽ هو موقعي جي تلاش ۾ رهندو پئي آيو. هڪ رات اهڙو موقعو هن کي هٿ اچي ويو. آخر انهيءَ کتري ۽ سندس سانيءَ کي سزا ملي، پر هندوستان کي وري اهڙو مالي ماهر ۽ تلوار جو ڌڻي نه مليو. اڪبر کي سندس قتل جو شديد صدمو پهتو هو.

**توڏو**: هڪ سال کان گهٽ عمر واري اٺ کي توڏو چئبو آهي. عمر جي حساب سان اٺن جا مختلف نالا رکيل آهن. جيئن پربت، چانگو، ڏاگهو، روڏو، ڪنواٽ، گنگو، ڪرهو، ڪرهل وغيره.(وڌيڪ ڏسو: اُٺ-جلد ٻهريون).

**توڏو مري**: توڏو فقير ذات جو مري بلوچ، اُڏيري لال جي پرسان رهندو هو ۽ شاعري ڪندو هو. اندازاً 1890ع ڌاري ڄائو. سندس اصل نالو "رمضان" هو. پر بيتن ۾ توڏو ۽ مري تخلص ڪم آڻيندو هو. سانوڻ فقير کي استاد ڪيائين، ۽ هميشه ميرن ملاڪڙن تي ساڻس گڏ هوندو هو. کيس 'توڏو' انهيءَ ڪري چوندا هئا، جو هن جو ڪنڌ سدائين هيٺ هوندو هو. قرآن شريف پڙهيل هو ۽ حج به ڪيو هئائين. سال 1957ع ڌاري وفات ڪيائين.

**توڏي**: سر سهڻيءَ جو اصل نالو "سُر توڏي" آهي. پر ان ۾ سهڻيءَ جي سوڻهن ۽ صدق جي ذڪر سبب هي سُر "سُر سهڻي" جي نالي سان پڌرو آهي. هندستاني گوين موجب "توڏي" هڪ راڳڻيءَ جو نالو آهي، جا ديپڪ راڳ جي پنجن زالن مان هڪ آهي. راڳ مالا ۾ توڏيءَ جي تصوير هن ريت نقش ٿيل آهي. بدن تي سفيد ساڙهي اوڍيل ۽ ڪلهي ۾ نيرو ڪنجرو پيل اٿس. سندس نيڻ هميشه آسمان ڏانهن ڏسن پيا. هٿ ۾ ستار اٿس، جنهن تي پنهنجي مڌر ۽ مٺي آواز سان سُر آلاپي رهي آهي ۽ ننڍا هرڻ سندس راڳ تي موهت ٿي چوڌاري صفون ٻڌي رهيا آهن. سر سبز ميدانن سان گهڻي دل اٿس. هيءَ راڳڻي صبح جي ٻهرئين پهر ۾ ڳائبي آهي.

**توڏي[2]**: ڏاچيءَ جي نر ڦر کي توڏو ۽ مادي ڦر کي توڏي چوندا آهن.

**تور** (Breed): هڪ ئي واري ڦوڙيل ٻچن جو ولر. "تور" لفظ، نسل جي معنيٰ ۾ به ڪم ايندو آهي. عام طور پکي آنن تي ويهي پرن ۽ ڪنين جي گرمي ڏيڻ سان هڪ خاص مدي اندر آنن مان ٻچا پيدا ڪرڻ واري عمل جي تڪميل ڪن. ان ذريعي پيدا ٿيل ولر کي "تور" چيو ويجي ٿو. آنن ڦوڙڻ جو 4 کان 8 هفتن تائين جو مدو ٿيندو آهي. جديد دور ۾ آنن ڦوڙڻ واريون مشينون (Brooder) ايجاد ٿي چڪيون آهن. جيڪي هفتن جو ڪم منٽن ۾ ڪن ٿيون.

**تُورَ**[2]: مُند يا موسم جو گُلُ يا گلَ. ٻُونگر. ٻُورُ.

**تُورَ**[3]: ٻڪين جا لاتل آنا. هڪڙيءَ مُند جي ٻاج (ٻڪين جي). نسل (ٻڪين، جانورن جو).

**تورَ**: سنڌ ۾ تور يا ماپ جا ٻہ نظام هلندڙ آهن. جيتوڻيڪ هاڻي گهڻي تور اعشاري نظام (ڏهائي سرشتي) موجب ٿيندي آهي، تنهن هوندي بہ ڪٿي ڪٿي پراڻو رواج هلندڙ آهي. هتي اول پراڻي نظام موجب تور جي جدول ڏجي ٿي:

1. **سون، چاندي، وغيره جي تور جي جدول:**

4 مُڱ = هڪ رتي

8 رتيون = هڪ ماسو

12 ماسا = هڪ تولو

2. **اناج جي تور جي جدول:**

5 تولا = هڪ آنو

4 آنا = هڪ پاءُ

4 پاءُ = هڪ سير

40 سير = هڪ مڻ

8 مڻ = هڪ ڪنڊي

3. **ماپ جي جدول:**

12 انچ = هڪ فوٽ

3 فوٽ = هڪ وال

220 وال = هڪ فرلانگ

8 فرلانگ = هڪ ميل

2 ميل = هڪ ڪوهہ

**ڏهائي يا اعشاري نظام موجب، هاڻي تور ماپ جا ماڻ هن ريت رائج ٿيا آهن:**

**ميٽرڪ Metric**

1 ڪلوگرام (kg) =15432 گرين

274 ، 35 آئونس

يا

2046 ، 2 پائونڊ

يا

1000 گرام

1 گرام (g)=15.432 گرين

1 ملي گرام (mg) =0.0145 گرين

امپيريل- Imperial

1 ٽَن (2240 lb) =1016

1 هنڊريٽ ويٽ = 80 ، 50 ڪلوگرام

(cwt) (12 lb) = 6.35 ڪلوگرام

اسٽون (st) =(14 lb) =35 ، 6 ڪلوگرام

1 پائونڊ = 453 گرام

1 آئونس = 35 ، 28 گرام

1 گرين (gr) =64.799

تور واري هن نظام کي 1801ع ۾ فرانس ۾ قانوني حيثيت ملي. 1840ع ۾ ان نظام کي تور لاءِ لازمي قرار ڏنو ويو. اهو نظام 1951ع ۾ برطانيہ ۾ رائج ڪيو ويو ۽ ان جو تفصيل 1963ع ۾ شايع ٿيو پاڪستان ۾ هن نظام کي پهرين جولاءِ 1974ع تي لاڳو ڪيو ويو ۽ ان نظام جي لحاظ کان پاڪستان دنيا جو ايڪيتاليهون ملڪ آهي.

**توران**: توران وچ ايشيا جي هڪ خاص علائقي کي سڏيو ويندو آهي. هي وسيع علائقو آهي، جيڪو منگوليا ۽ روس تائين ڦهليل آهي. هن علائقي ۾ ترڪ، تاتاري ۽ ترڪمان قومون وڏي تعداد ۾ رهن ٿيون. جڏهن تہ ٻيون قومون بہ هتي آباد آهن. توران جي علائقي ۾ آزاد ملڪ آهن، جن ۾ ازبڪستان، تاجڪستان، ترڪمانستان وغيره اچي وڃن ٿا. جڏهن تہ هن جو هڪ حصو چين ۾ بہ شامل آهي.

**تورائي**: تعلقي روهڙي جي هڪ ديهہ جو نالو، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: شير خان پنهيرو، ولو پنهيرو، سرتيو پنهيرو، تاج محمد شباڻي، ترائي، قادر بخش، الهرکيو صابو ۽ رتو پنهيرو.

**تورپيو مسڻ**: تورپيو مسڻ ڳوٺ حاڪم ڏيپر تعلقي وارهہ جو رهاڪو هو. ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ حاصل ڪيائين. هو عربي، فارسي ۽ سنڌي زبانن جو ڄاڻو هو. ننڍي هوندي کان ئي شعر گوئيءَ جو شوق رکندو هو ۽ شاعريءَ ۾ تور ۽ تورپيو تخلص ڪم آڻيندو هو چيو وڃي ٿو تہ هو ننڍي هوندي ٻڪريون چاريندو هو. هڪ ڏينهن ڪنهن وڻ هيٺان ستو پيو هو تہ خواب ۾ ڪنهن بزرگ چيس تہ اٿي بيت چئہ انهيءَ ڏينهن کان هن شاعريءَ جي ابتدا ڪئي. تورپيي مسڻ ڪيترائي ڪلام چيا آهن. سندس ڪلام بيتن، ڪافين، ٽيهہ اکرين، مولودن ۽ ڏوهيڙن تي مشتمل آهي. سندس وفات 1927ع ڌاري ٿي.

**تور ڊيري لکت** Tor Dari Inscriptions (قديم لکت): پٿرن تي پراڻيون لکتون، جيڪي ٻوڌي دور سان واسطو رکن ٿيون. سي مشهور ماڳ تور ڊيري دڙي لڳ تعلقي دوڪي ضلع لورلائي، بلوچستان ۾ موجود آهن. مسٽر اسٽين جڏهن تور ڊيري ۾ هڏن جو وِهارو ڏٺو هو، جنهن جي بنيادن جا نشان اجا قائم آهن. اُتي هن ٻہ پٿر بہ ڏٺا هئا، جن تي ڪا لکت هئي. هڪ تي ڪي اکر هئا ۽ ٻئي تي جانورن ۽ ماڻهن وغيره جون تصويرون. هن هڪ گهوڙيسوار جي تصوير ۽ هڪ سواستيڪا جي نشان جي ڳالهہ ڪئي. پاڪ-جرمن اسٽڊي ٽيم انهيءَ ماڳ جو 1985ع ڌاري ٻيهر معائنو ڪيو تہ هنن کي اهي ٻئي پٿر اتي موجود نہ مليا، پر ڪين هڪ ٽڪريءَ تي ڪيترين ئي لکتن جا نمونا مليا آهن. جن مان ڪي بلڪل چٽا ۽ واضع آهن ۽ ڪي وري ڪارائجي ڇيڙ ٿي ويا آهن. ٽڪريءَ تي اجتماعي توڙي انفرادي انسانن جي پٿر تي اڪر ٿيل ملي آهي. انهن ۾ جانورن جي اڪر آهي. انهن تي ڪنهن نوڪ زدگي (Pecking) ذريعي تکن اوزارن سان نقش ٺاهيا آهن. جانورن، گهوڙي جا نقش گهٽا آهن. هڪ پٿر تي خروشتي ٻوليءَ ۾ ڪجهہ لکيل يا اڪريل آهي. اهڙيون لکتون پاڪستان مان گهڻي تعداد ۾ ڪيترن هنڌ تان مليون آهن.

**تورڪي پٽ** : هي قديم ماڳ ميرڻ خان رند جي ڳوٺ جي پرسان ديهہ اين- 21، تعلقي نواب شاهہ، ضلعي بينظير آباد (نواب شاهہ) ۾ واقع آهي.

هن ماڳ جي چوڌاري هي ڳوٺ آهن:

اتر ۾ 7 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي محمد شاهاڻي ڳوٺ، اتر ۾ ٻن ڪلوميٽرن تي گاهي خان جو ڳوٺ، اوبر ۾ ٽن ڪلوميٽرن تي چراگاهہ پٽي، جڏهن تہ نواب شاهہ شهر هتان کان 23 ڪلوميٽرن تي ڏکڻ اولهہ جي ڪنڊ ۾ آهي.

هي ماڳ اتر ڊگهائي ڦاڪ 15" 23' 26 ڊگرين ۽ اوڀر ويڪرائي ڦاڪ 32" 25' 68 ڊگرين تي موجود آهي. دڙي جي وڌ ۾ وڌ ڊيگهه 500 ميٽر اتر ڏکڻ ۽ ويڪر 200 ميٽر اوڀر اولهه ٿيندي. هي دڙو مستطيل شڪل ۾ واريءَ جي پٽن جي صورت ۾ موجود آهي. مٿاڇري تان ڪا خاص وٿ



ڪانه ٿي ملي. سڄي دڙي تي رڳو ڳاڙهو ٺڪرائو ملي ٿو. مليل وٿن ۾ پڳل ٿانون جا ترا، ڪنا وغيره آهن. ٺڪر سنو پڪل ۽ چڪ تي لٿل آهي، رنگ ڪجسو ڳاڙهو (Dull Red) پر پيلي رنگ جو ٺڪرائو به عام جام آهي. ٺڪر چٽيل آهي، جنهن تي پور وچوٽ ليڪون ڪاري رنگ جون نڪتل آهن، پن جو چٽ، سڌا ٽپڪا، ۽ چوڪندا نڪتل آهن. سڄي ٺپيل ٺڪر تي سج جا چٽ ۽ گولڙا پاتل آهن. جڏهن ته پيلي رنگ جي ٺڪر تي ڪرچ جا نشان آهن. ڪٿي به ڳاڙهو ليڪو (Slip) نه مليو آهي.

**تُورڪيءَ جو قبرستان:** هيءُ قبرستان، ٽنڊي الهيار کان 14-15 ميل، اتر طرف، ٽنڊي آدم روڊ جي ڪابي طرف آهي. چوڌاري ديوار اٿس ۽ آثار قديمه جي نگرانيءَ هيٺ آهي. سرزمين تي سم ۽ ڪلر اچا نه پهچڻ ڪري، قبرن تي چٽساليءَ ۽ اُڪر جو ڪم محفوظ آهي. هتي جون قبرون ارغونن ۽ ترخانن جي دؤر جي نشاندهي ڪن ٿيون. سنڌ جي عظيم شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي سهري مرزا مغل بيگ جڏهن 1424 هه ۾ وفات ڪئي ته کيس هتي دفن ڪيو ويو. سندس قبر کي "نسخ" (عربيءَ ۽ سنڌي رسم الخط) ۽ "نستعليق" (فارسي رسم الخط) ۽ روايتي قسم جي مصوريءَ ذريعي سينگاريو ويو آهي. هيءُ مزار هالا حويليءَ کان ڇهن ميلن جي مفاصلي تي سوئي ڪندر ۽ ڪوٽڙيءَ پرسان واقع آهي. هن مزار جي ٻنهي حصن مان هرهڪ ۾ 15 تختيون (پٽيون) لڳل آهن، جن مان 9 ڊگهيون پٽيون عربي رسم الخط ۾ لکيل. جڏهن ته ٽن ننڍين پٽين مان هرهڪ ڏار ڏار ڪنڊن تي لڳل آهي. جڏهن ته هڪ تختي "نستعليق" جيڪا فارسي رسم الخط ۾ لکيل آهي، مزار جي پيرن وارن پاسي کان لڳل آهي، جنهن تي "روز جمعه بتاريخ بيست و چهارم صفر مرزا بيگ مرحوم ابن مرزا خان بيگ ارغون وفات يفت 1124 ع" لکيل آهي. هن قبرستان ۾ ميون ونهيون جامع مسجد، ميين ونهين جو مقبرو، بخاري ساداتن جون قبرون، مرزا مغل بيگ جي مزار، امير شاهه قاسم خان زمان جي مزار، مير ابوالقاسم سلطان جي مزار، شاهه قاسم بيگلار جي مزار وغيره آهن. هي سنڌ جي وڏن قبرستانن مان هڪ آهي. هن کي ميين ونهين جو قبرستان به ڪري سڏيندا آهن. سڄو قبرستان ڏهن ٻارهن ايڪڙن جي ايراضيءَ ۾ ٿيندو. ٺٽي جي مڪليءَ واري قبرستان وانگر هتي زرد پٿر جون جڙيل قبرون اڪثر بيگلارن جون آهن.

• ساڳئي نالي سان قبرستان جي پر ۾ هڪ ڳوٺ پڻ آباد آهي، جنهن ۾ 'درس' ذات جا ماڻهو رهندڙ آهن.

**تُور گهر** (Tor Ghar): هي قديم ماڳ بلوچستان صوبي جي ضلعي موسيٰ خيل ۾ آهي. هن ماڳ جي عمر جو اندازو قديم آثارن جي ماهرن 22000 ق. م لڳايو آهي. هن ٽاڪرو علائقن ۾ ٻه غارون (Caves) ۽ 22 ٽاڪرو ڇپر (Rock Shelters) آهن. اهي غارون ۽ ٽاڪرو ڇپر قدرتي طور ٺهيل آهن. جن کي اوائلي انسان اجهي طور استعمال ڪيو. اهي غارون ۽ اجها سليمان جي سلسلي ۾ آهن. انهن ٽاڪرو اجهن ۾ ان دور جي انسانن ڪيترن ئي اهڃاڻي لڪتن سان گڏ جانورن ۽ ماڻهن جون تصويرون به اڪريل آهن. اهي تصويرون ماڻهن اوائلي پٿر جي دور ۾ اڪيريون آهن. هنن غارن مان پٿر جي دور جا آثار به مليا آهن، جن ۾ پٿر جون هٿ ڪهاڙيون (Hand Axes) ۽ ٻيا اوزار ملن ٿا، جيڪي نينڊر ٿل جي ماڻهن اڄ کان 50 هزار سال ق. م کان 20 هزار ق.م تائين



استعمال پئي ڪيا آهن. هن قسم جون غارون سنڌ ۾ جهجهي تعداد ۾ ملن ٿيون. اصل ۾ سنڌ ۽ بلوچستان ان دور ۾ ڪي ورهايل خطا ڪونه هئا، جيئن اڄڪلهه آهي.

**تورَڻُ**: ڪاٺين مان ٺهيل ٽڪنڊي ڪي تر ۾ "تورڻ" چوندا آهن. 'تورڻ' اڪثر سُوٽهڙ (واڍا) ٺاهيندا آهن. هي اڪثر ڄار يا ڪِرڙ جي ڪاٺيءَ مان ٺاهيو ويندو آهي. ڪاٺين جو ٽڪنڊو ٻه اڍائي فوٽ ڊگهو هوندو آهي. ٽڪنڊي جي ٻن پاسن وارين ڪاٺين تي چار يا پنج جهرڪيون ٺهيل هونديون آهن ۽ چوٽيءَ تي هڪ مور ٺاهي ٻيهاريو آهي. سڄي تورڻ کي ڳاڙهو ڪرمچي رنگ ڏئي، پاسن تان ٻه ڊگهيون ڇڙيون ٻڌندا آهن. هي تورڻ واري رسم صرف ٿر ۾ رهندڙ هندو استعمال ڪندا آهن.




هندن جي شادين ۾ استعمال ٿيندڙ تورڻ ۾ گهوٽ ۽ ڪنوار لاءِ جدا جدا شيون استعمال ٿينديون آهن. گهوٽ لاءِ تورڻ سان گنيس ڀڳوان جو پتلو ٺاهيو ويندو آهي، جڏهن ته ڪنوار لاءِ گنيس سان گڏ چئونريءَ لاءِ ڪِليون ٺاهيون وينديون آهن، جنهن ذريعي چئونري ٻڌبي آهي. اهي تورڻَ شاديءَ ڏهاڙي گهوٽ توڙي ڪنوار ٻنهي جي گهر اڳيان ٻن وڏين ڪاٺين سان ٻڌبا آهن. گهوٽ يا ڪنوار گهر اچڻ وڃڻ مهل تورڻ هيٺيان گذرندا

آهن. شاديءَ جي آخري ڏينهن (هڪ يائي واري ڏينهن) اهي تورڻ گهر ۾ کنهن جاءِ تي ٻڌي بيهاربا آهن. اڪثر چئونرن يا لانڊين جي دروازن جي مٿان سڌا ڪري ٻڌبا آهن.

**تورڻُ**[2]: 'تورڻ' هڪ گيت بہ آهي. جڏهن گهوٽ ڦيريون دفعو ساهرن جي گهر ايندو آهي، تڏهن هو تورڻ وٽ اچي ساٽ سنؤڻ لاءِ بيهندو آهي. پوءِ ٽي چار عورتون گڏجي 'تورڻ' گيت ڳائينديون آهن. جنهن جا ٻول هن طرح جا ٿيندا آهن: وراڻي:

آئـي تـورڻ اُويـا، جـائـي سـوڙهـئـہ سُـورج اُوگـا.
[لاڏو تورڻ هينيان بيٺو، ڄڻ سورهن ڪلائن سان سج اُڀريو.]
اڪڙن لان دو پاٽي جاٽي جهِيٽي ڪَيسر چاٽِي،
ناڪڙيي ري ڏانڊي، ٽانري اِي نِڪَمي ٻيسي مانڊِي.
هو ڪيسريا لاڏا

[گهوٽ جي اکين جو پاٽي، ڪيسر زعفران جي مثل آهي. سندس نڪ ڄڻ تہ مالڪ واندو تي ويهي ٺاهيو آهي. او پيلي پٽڪي ٻڌل گهوٽ.]
گُـڙي ري گُـرناري، سونـي ڪـانٺِي سُونهِي،
هاٿان ڪپي ري آنگـڙي، مُونگان ڪبي ري ڦڙين.
[سندس سهڻي ڳچيءَ ۾ سون جي ڪنٺي پئي سونهي. سندس هٿن جون آڱريون مڱن جي ڦرين جهڙيون آهن.]
ڪَـنـان راڳـج مـوتـي، سـوڙهي گهـونگهـٽ،
جوتـي پاتليـان پانچامِ، ٽانـري سونو ڪَڙو سونهي.
[سندس ڪنن ۾ پيل سونا ڪنڊل، زالون گهونگهٽ مان پيون نهارين، تنهنجي سهڻن هٿن ۾ سونا ڪنگڻ سونهن.]
پـاتِليـان پـاسـان، ٽـانـري پِيلـو واڳـو سونهي،
پـاتـرڙي پيـنڊِي ۾ تنهانجي ڪـڙو سُونهي.
[تنهنجي سهڻن پاسن ۾ سنهو پهراڻ ڏاڍو ٿو سونهي، تنهنجي سنهي پيرجي مُرئي ۾ سونو ڪڙو سونهي.]
پـاتـليـان پـگان ۾، ٽانري مَخمَل جُوتِي سونهي،
يَـنوَرَ گهوڙلـي مـاتِي، ڪيـسريـو لاڏو سُونهي.
[تنهنجي سهڻن پيرن ۾ مخمل جي جُتي سونهي. ينئور جهڙي ڪاري گهوڙي تي، گهوٽ سونهي.]

**تورو**: تور لاءِ مقرر ڪيل وَٽُ يا وزن. اُن کي 'توراڙو' بہ چوندا آهن.

**تور وال** (قبيلو): هي غير پٺاڻ قبيلو سوات جي هيٺئين علائقي، يوسف زئي قبيلي جي فتح کان اڳ 16هين عيسوي تائين هتي آباد هو. پر هاڻي هو سوات جي ڪوهستاني علائقي ۽ سنڌوءَ جي ڪنارن ڏانهن ڌڪجي ويا آهن. تور وال نالي ماتر ياسين ۽ مستوج (Mastuj) جي سردار قبيلي خشونت جي سرداري نظام هيٺ رهن ٿا. هن قبيلي جي مادري ٻولي تور والي آهي. هي قبيلو ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. (1) نريت Narait ۽ (2) دري خيلي Dre-Khal. نريت قبيلي جون ٻي لوٽ، بدلوٽ، چموٽ، خان خيل، نر جملوٽ ۽ جملوٽ، جڏهن تہ دري خيلي قبيلي جون دري، دري خيلي، ڪيپوٽ، بوٽ ۽ باست شاخون آهن. تور وال اڄڪلهہ ٽن جاين تي آباد آهن: (1) تعلقو بحرين (سنڌو درياهہ جو اولاهون ڪنارو)، (2) تعلقو بحرين (سنڌو درياهہ جو اوڀر وارو ڪنارو)، (3) تعلقو ميدين بشي گرام وارو. انهن کان سواءِ ڪالام ۽ چين جي ڪن علائقن ۾ بہ هن قبيلي جا ماڻهو موجود آهن، پر بحرين ئي سندن وڏو رهائش وارو خطو ليکيو وڃي ٿو. جيستائين نسل جو لاڳاپو آهي تہ اهي ٽئي قبيلا پاڻ کي هڪ ٻئي کان نسلي طور الڳ سمجهن ٿا. مقامي روايتن موجب هي ماڻهو قديم وقت ۾ عربستان ۽ خاص ڪري سعودي عرب جا رهندڙ هئا. پر اسلام قبول نہ ڪرڻ سبب اتان لڏي افغانستان جي علائقي "تورواج گل" ۾ آيا. ڪن اڻڄاتل سببن سبب اتان لڏي سوات ۾ 'بري ڪوٽ' جي هنڌ کي پنهنجي گاديءَ جو هنڌ بڻائي، اُتي رهڻ لڳا. پنج صديون کن اڳ هنن کي اتان لڏي هاڻوڪين وسندين کي آباد ڪرڻو پيو. پر نسلي ۽ لساني ماهر پروفيسر 'جي- ٽوچي' لکي ٿو تہ اهي ماڻهو جيڪي پريسي پولسل جي ڪتبي ۾ هداس (Hidas) جي نالي سان موجود آهن، سي 1700ق. م جي پڇاڙي تائين وچ ايشيا مان انهن علائقن ۾ آيا. بحرين جو علائقو، جنهن جو پراڻو نالو 'برانيا' يا 'پونال' هو، هڪ وسيع ۽ ويڪرو علائقو آهي، جنهن کي سوات جي درياهہ ٻن حصن ۾ ورهائي ڇڏيو آهي ۽ جيڪو ڪالام ۽ مدين جي وچ ۾ واقع هڪ بهترين تفريح گاهہ سمجهيو وڃي ٿو. ان جو مفاصلو سيدو شريف کان 64 ۽ ڪالام کان 36 ڪلوميٽر ٿئي ٿو. اهو علائقو سامونڊي سطح کان اٽڪل 4500 فوٽ اوچو آهي. ان جي مشهور هنڌن مان بحرين، پنجي گاهہ. زور ڪلي، پشمال داروئي، اريانئي، ڪيدام، راميٽ ڪلائي، ساتال، اباسين، گورني ۽ اسوڪا مشهور آهن.

**توروالي** (Toorwali): هيءَ ٻولي 44 سيڪڙو ڪالڪوٽي (Kalkoti) ۽ ڪالاميءَ سان ملندڙ آهي. بحرين ۽ چيل (Chail) ان جا لهجا آهن. جيڪي هڪ ٻئي کي 89 سيڪڙو ويجها آهن. پاڪستان ۾ هيءَ ٻولي توروال واري علائقي ۾، سوات- ڪوهستان جي مٿئين حصي ۾ ڳالهائي ويندي آهي. هيءَ ٻولي آريانہ کان سٺ ميلن جي ايراضيءَ ۾، چيرولي ۽ چاهل دڙي تائين، چيرولي کان ڪجهہ مٿيرو، اوپر واري ايراضيءَ ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. 1987ع جي رپورٽ موجب هن جا ڳالهائيندڙ 60000 موجود هئا. جن جو تعداد هن وقت لک کي ويجهو آهي. هن ٻوليءَ جو واسطو هند- يورپي، هند- ايراني، هند-آريائي خاندانن سان آهي. عربي لپيءَ ۾ لکي وڃي ٿي. هي ٻوليءَ توروال قبيلي جي ٻولي آهي، سنڌو- ڪوهستان جي پٽڻ واري علائقي ۾ بہ ڳالهائي ويندي آهي. هي داردي ٻولين مان هڪ ٻولي آهي، جيڪا سوات جي علائقي بحرين ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. ڪن عالمن جو چوڻ آهي تہ هيءَ توراني خاندان جي ٻولين جي ٽُڪ مان آهي. ڪي وري هن کي آرين کان اڳ جي ٻولي سمجهن ٿا. هي ٻولي بلتستان، گلگت، استور، هنزه، ياسين، اباسين، ڪوهستان، بٽ گرام، الائي، چترال ۽ سوات جي علائقن ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. هن ٻوليءَ جي ايراضي، سوات ڪوهستان جي مٿئين علائقي وارين وادين ۾ مدائن (Madain) بستيءَ کان وٺي، سوات نديءَ جي ٻنهي ڪنارن تي، اتر طرف 'منڪيال بستيءَ' تائين ۽ اسريت نالي (Isret nala) تائين پکڙيل آهي.

**تور ورائي دڙو** (ماڳ): 3500 ق. م جو هي ماڳ بلوچستان جي ضلع پشين ۾ واقع آهي. هي ماڳ ڪوئٽا ويليءَ ۾ تيري چر (Tiri-chur) ۾ شورا رود (Shora-Rud) نئن جي وچ تي شيخ وصل ڳوٺ ڏانهن ويندڙ واٽ کان اڌ ميل اولهہ ۾ آهي. اهو رستو اتر ۾ وڃي قنڌار واري وڏي رستي سان ملي، ڪوچڪ لڪ ڏانهن وڃي ٿو. هي مخروطي دڙو ڪوئٽا ٺڪر (Quetta ware) سان ڀريو پيو آهي. ان کانسواءِ هتان ڪچي ٺڪر جا جهنجهڻ، ڪچي سنگ مرمر جا پيالا ۽ عورت جي مورتيءَ جا ٽڪر بہ مليا آهن. ٺڪرائو، ڪوئٽا،

دمب سادات، فيض محمد وارن ماڳن جي ٺڪرائي سان پيتڻ جهڙو آهي.
ڪوئٽا ٺڪر: ڳاڙهي ناسي رنگ جو، ان تي ڪارا پٽا ۽ گولڙا ٺپيل آهن. اهو ٺڪرائو منڊي ڳاڪ ماڳ (افغانستان) جي ٽئين ۽ چوٿين تهه جي وٿن سان ملندڙ آهي. ان کان سواءِ ٺڪرائو مهر ڳڙهه جي تهه پنجين ۽ ستين سان ميل کائي ٿو. جيڪو ٻڌائي ٿو ته هي ماڳ 4000 ق.م جي پڇاڙي کان 3000 ق.م جي اڌ تائين جي دور جو آهي.

**ٺڪر جو نمونو:** 1. هلڪو ڪرڙاڙو پيالو (Carinated bowl) جنهن جي ڪَني جو قطر 20.3 س.م آهي، جنهن تي ٿلهي ليڪ سان خوبصورت (Chevron)ڪيڪري چٽ آهن. (ڪوئٽا ٺڪر جو نمونو)

2. **ڍڪڻ Lid:** هن جو قطر 9.5 س.م آهي، جيڪو شايد ڪنهن ڪرڙالي پيالي جو ڍڪڻ آهي. (ڪوئٽا ٺڪر جو نمونو)

3. **ننڍ-ڳچو ڪُولو:** هن جي ڪني جو قطر 7س. م آهي. ڳاڙهسرو ميٽوڙي (Radish-buff) ٺڪر-بنا ليڪن جي، پر پاهران تراشيل (Pared) آهي.

**توري:** تعلقي سانگهڙ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن.
بچل وساڻ، محمد عمر خاصخيلي، حاجي هاشم، سعيد خان وساڻ، مجنون واڍو، انور پنجابي، احمد خان، بخش شر، اقبال پنجابي، محمد حسن، علي خان ۽ گلڻ پنيرو.

**توري**-2 *Luffa acutangula*: توري ڀاڄيءَ طور ڪم ايندڙ هڪ قسم جي وَل جو ڦر آهي. تورين جي ڀاڄي سوادي ٿيندي آهي، پر ڪارين مرچن ۾ رڌل ڀاڄي وڌيڪ لذيذ ٿيندي آهي. هن فصل جو اصلي وطن ننڍو کنڊ



آهي. هيءَ خريف جي اهم ڀاڄين مان آهي. توري سنڌ ۾ وڏي پيماني تي پوکي وڃي ٿي. ديسي توري نه صرف ڀاڄيءَ طور ڪم اچي ٿي، پر پڪل تورين جو ٻج ڪڍڻ کان پوءِ ڪرڪري طور، گهوڙن جي بدن کي صاف ڪرڻ لاءِ به ڪم ايندڙ آهن. تورين جو ٻج سخت ٿئي ٿو تنهن ڪري پوکيءَ کان اٽڪل ڇهه يا اٺ ڪلاڪ اڳ، ٻج کي پاڻيءَ ۾ پُسائڻ گهرجي. زمين ۾ پنجن کان ڇهن فوٽن جي مفاصلي تي ٺهيل ڪرين جي ٻنهي پاسن تي تورين جو ٻج، هڪ فوٽ جي وڇوٽيءَ تي، هڪ انچ اونهو پوکڻ گهرجي. توريون ٻنين ۾ به پوکجن ٿيون ته لوڙهن تي ۽ گهرن جي اندر به ٿي سگهن ٿيون. هيءَ پَٽَ تي پکڙجندڙ ول آهي. هن ۾ پهرين هلڪي پيلي رنگ جو گل ٿئي ٿو، جنهن مان پوءِ توري پيدا ٿي ٿئي. هن جي ڪل تي ٻٽا پٽا ٿيندا آهن.

ٻيو قسم ڪڙين تورين جو آهي، ڳوٺائن وٽ اهو ديسي علاج طور نانگ جي ڏنگ لاءِ استعمال ٿيندو آهي. چيو وڃي ٿو ته انهن ڪڙين تورين جو ٻج گهوٽي پيار بو ته نانگ جي زهر کي دستن ۽ الٽين جي رستي ڪڍي ڇڏيندو آهي.

**توريت/تورات:** اسلامي عقيدي موجب الله تعاليٰ طرفان نبين تي لاٿل آسماني ڪتابن مان هڪ ڪتاب، جيڪو حضرت موسيٰ عليہ السلام تي لاٿو ويو. توريت يا ’تورات‘ موجوده بائيبل (ڪتاب مقدس) جو هڪڙو حصو آهي. ڪتاب مقدس جا ٻه اهم حصا آهن: ”عهدنامہ قديم“ ۽ ”عهدنامہ جديد“. عهدنامہ قديم، عهدنامہ جديد جي ڀيٽ ۾ گهڻو ضخيم آهي. سڄو بائبل سڀني عيسائين جو مذهبي ڪتاب آهي، پر يهودين جو بنيادي مذهبي ڪتاب ”عهدنامہ قديم“ آهي. يهودي عهدنامہ جديد کي نٿا مڃين، چوته اهو انجيل ۽ ٻين صحيفن تي مشتمل آهي، جيڪو عيسائين جي نظر ۾ به مقدس آهن. عهدنامہ قديم يهودين جي مختلف صحيفن جو مجموعو آهي. عيسائين ابتدا ۾ ئي پنهنجي مقدس ڪتاب کي تسليم ڪيو هو. يهودين جي عالمن عهد قديم کي ٽن حصن ۾ ورهايو آهي: ’تورات‘ (قانون يا شريعت)، ’نبين جا صحيفا‘، ۽ ’مقدس صحيفا‘. تنهنڪري نه تورات سڄو بائبل آهي ۽ نه عهدنامہ قديم، چوته جيئن مٿي ٻڌايو ويو آهي ته تورات کان سواءِ ٻيا صحيفا به يهودين جي مقدس ڪتاب جا لازمي جزا آهن. پر انهن سڀني صحيفن ۾ تورات کي روايتي طرح حضرت موسيٰ عليہ السّلام سان منسوب ڪيو ويندو آهي. ان ۾ بني نوع بشر جي پيدائش کان وٺي بني اسرائيل جي تاريخ تائين ۽ ان کان پوءِ حضرت موسيٰ عليہ السّلام جي وفات تائين ذڪر آيل آهي. هن تاريخي خاڪي ۾ بني اسرائيل لاءِ جيڪي معاشرتي ۽ مذهبي قانون وضع ڪيا ويا هئا، اُهي سڀ شامل آهن. ”تورات“ پنجن صحيفن تي مشتمل آهي، جن کي ”موسيٰ جا صحيفا“ چيو وڃي ٿو جن جو تفصيل هن طرح آهي:

**تڪوين:** هن ۾ حضرت موسيٰ عليہ السّلام کان اڳين دور بابت بحث ڪيل آهي، جنهن جو مقصد اهو آهي ته آل يعقوب جي اهميت نمايان ڪئي وڃي ۽ مذهب ۾ اخلاق کي جيڪو رتبو حاصل آهي، ان جي وضاحت ڪئي وڃي.

**خروج:** هي صحيفو حضرت موسيٰ عليہ السّلام جي ولادت کان شروع ٿئي ٿو. هن ۾ اهو بيان ٿيل آهي ته ڪهڙيءَ طرح هو بني اسرائيل کي مصر کان ڪڍي ’سِينِين تائين‘ وٺي ويو، جتي کانئس مقدس ميثاق (عهدنامو) ورتو ويو ۽ ان لاءِ شرط ۽ ٻيا قانون وضع ٿيا.

**اوبين:** هن ۾ بني اسرائيل لاءِ اهي قانون آهن، جن جو لاڳاپو خاص ڪري عبادتن سان آهي.

**عدد:** هن ۾ خروج کان پوءِ جو تاريخي تبصرو آهي ته ڪهڙيءَ طرح بني اسرائيل صحرا مان نڪري اُردن جو علائقو فتح ڪيو. ۽ اُن دور ۾ هنن لاءِ جيڪي قانون رائج ٿيا، اُهي به ڏنل آهن.

**تثنيه:** هن ۾ تاريخي پس منظر تي نظر وڌي وئي آهي ۽ هڪڙو گڏيل قانون پيش ڪيو ويو آهي. هي صحيفو حضرت موسيٰ عليہ السّلام جي وفات جي ذڪر تائين ختم ٿيو آهي. هتي ”عهدنامہ قديم“ جي باقي صحيفن جو تفصيل ڏيڻ به مناسب ٿيندو، خصوصاً انهيءَ ڪري، جو تورات ۾ جن خاص ڳالهين جو ذڪر آهي، اُهي انهن ۾ به موجود آهن. عهدنامہ قديم جي ٽن قسمن مان ٻيو قسم صحائف انبياء آهي، جنهن جو تفصيل ان حصن ۾ ٿيل آهي، جيڪي گڏي ٻن قسمن ۾ ورهايل آهن:

**(الف) اوائلي انبياء:** يوشع، قضاه (قاضي)، سموئيل ۽ ملوڪ (بادشاه) (ب) آخري انبياء: اشياه، ارميماه، خزقيال ۽ صغير انبياء (انبياء اصاغر جا ٻه ٻارهن صحيفا آهن، جيڪي سڀئي ملائي هڪڙو صحيفو شمار ٿئي ٿو). ٽيون قسم صحيفئہ مقدسه آهي. اهي ڪُل يارهن آهن، جيڪي ٽن قسمن ۾ ورهايل

آهن: (الف) صُحيف اشعار: (1) مزامير، (2) امثال، (3) ايوب. (ب) مجلاتِ خمسه: (4) نشيدالانشاد، (5) راعُوت (6) اَستير. (ج) بقيه صحائف: (7) دانيال، (8) عَزرا ۽ (9) نحمياً (انهن ٽنهي کي ملائي هڪ صحيفو شمار ڪيو ويندو آهي) ۽ (10 ۽ 11) اَيام. اهي ڪل 24 صحيفا آهن. انهن جي اصل زبان عبراني آهي، سواءِ چند عبارتن جي، جيڪي 'دانيال' ۽ 'عزرا' ۾ آهن، سي آرامي زبان ۾ لکيل آهن.

قرآن مجيد جي شاهدي آهي ته الله تعاليٰ حضرت موسيٰ عليه السلام تي تورات نازل ڪيو هو، جيئن بعد ۾ عيسيٰ عليه السلام تي انجيل ۽ نبي سڳوري صلي الله عليه وسلم تي قرآن شريف نازل فرمايو ويو. قرآن شريف ۾ تورات جو ذڪر نهايت خوش آئند لفظن ۾ ڪيو ويو آهي. قرآن ڪريم مان اهو به ظاهر ٿئي ٿو ته تورات ۽ ٻيا صحيفا ام الڪتاب جو ڀاڱو آهن. مڪي سورتن ۾ عام طرح تورات کي "الڪتاب" يا ڪن تعريفي نالن (ضياء، فرقان، رحمت) سان ياد ڪيو ويو آهي. قرآن شريف مان اهو به ظاهر آهي ته تورات حضرت موسيٰ عليه السّلام تي چاليهن ڏينهن ۾، سينا جي ميدان ۾ 'ڪوهِ طور' تي نازل ٿيو هو، ۽ پاڻ ان کي پٽيءَ (ڦرهيءَ) تي لکي ڇڏيائون، جڏهن هُو بني اسرائيل کي فرعون جي ظلمن کان نجات ڏياري، مصر مان ڪڍي رهيو هو. ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته تورات بني اسرائيل لاءِ، حضرت موسيٰ عليه السّلام کان وٺي نبي سڳوري صلي الله عليه وسلم تائين هڪ مڪمل ۽ مفصل دستور حيات هو، جنهن ۾ جنگ جا قانون، دشمنن ۽ جنگي قيدين سان سلوڪ، ازدواجي مسئلا، وچڙندڙ بيمارين بابت احتياط ۽ رهائشي جاين بابت هدايتون وغيره شامل هيون؛ يقيناً ڪنهن به قوم کي الله تعاليٰ جي طرفان اهڙو دستور حيات اڳ نه ڏنو ويو هو ۽ اهوان ڪري جو بني اسرائيل هڪ برگزيده قوم هئي.

"عهدنامہ قديم" جي ٻين صحيفن مان واضح ٿئي ٿو ته تورات ۾ تحريف جي شروعات ابتدائي زماني کان ئي شروع ٿي وئي هئي. بني اسرائيل جي ڪن نبين خود ان جي شاهدي ڏني ۽ ان فعل کي مذموم قرار ڏنو هو. جديد تنقيد ۽ تحقيق جي پيش نظر هيءَ هڪ راءِ به موجود آهي ته موجوده تورات ۽ ٻيا صحيفا، قديم مذهبي عقيدي جي برخلاف، الله جو ڪلام يا وحي من الله نه آهن، بلڪ انهن مختلف صحيفن کي انسانن جدا جدا زمانن ۾ تاليف ۽ تصنيف ڪيو. تاريخ ۾ ائين به آيل آهي ته تورات جا صحيفا زماني جي حادثن هٿان ڪيترائي ڀيرا تلف ٿيا آهن، جيئن ته 586 ق. م ۾ بخت نصر حملو ڪري، يروشلم کي تباهه ڪري ڇڏيو. هن تباهيءَ ۾ تورات سڙي شهيد ٿي ويو ۽ يهودين کي بابل ۾ جلاوطن ڪيو ويو.

**توريت جو قصو (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب پادري جارج شرٽ جو لکيل آهي، جنهن جي قيمت 4 آنا ڄاڻايل آهي. آمريڪن مشن پريس، لڌيانہ مان سال 1893ع ۾ ڇپيو.

**توري ڍيري (ماڳ):** هي ڏڙو مشهور قديمي ماڳ ڏبر ڪوٽ جي اتر ۾ ضلع لورالائيءَ ۾ ٽن ايڪڙن جي ايراضي تي پکڙيل آهي. هي ماڳ ڏبرڪوٽ جي اتر ۾ ٻن ميلن جي فاصلي تي ضلع لورا لائيءَ ۾ آهي. هي ڏڙو 3 کان 4 فوٽ اوچو آهي. هتي هڪ اڏاوت جا نشان آهن. انهن جون چوٽيون ڍهي چڪيون آهن. هت اڏاوت جا ڪٽي بنياد به نظر اچن ٿا. اهي چورس رٽ جا آهن. ڀڪ سان ڏڙي جي وچ تي هيٺ سبب هي ٻڌ جو وهارو آهي، چو ته سوات ۽ پشاور ۾ به ان قسم جا آثار ٻڌي دور سان واسطو رکن ٿا. هتان ڪجھ لکتون به مليون آهن. هڪ حصي جي لکت خروشٽي خط ۾ آهي. اهي لکتون سَر آرئل اسٽين جي ڄوڻ موجب ته ڪشان دور جون آهن. اهي پهرين صدي عيسويءَ کان ٽين صدي عيسويءَ جون چيون وڃن ٿيون. اها به هڪ حقيقت آهي ته 1800ق.م ۾ آريا نسل جا ماڻهو جڏهن اولهه ۽ ڏکڻ طرفن کان وچ ايشيا ۽ ايران کان ٿيندا، پشاور ۽ سنڌو ماٿريءَ ۾ داخل ٿيا هوندا ته سندن رستي ۾ تور ڍيري جو پوڻ لازمي آهي، چو ته هي ماڳ قنڌار ۽ سنڌ کي ملائيندڙ رستي تي آهي. انهن لکتن کي گوگ ڏارا ۽ هٽياٽو ڪنداٽو سان ڀيٽي سگهجي ٿو، جيڪي سوات ۽ مالاڪنڊ جا لکتن وارا ماڳ آهن. ان مان اهو به اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته اهي لوڪ اولهه کان ڏکڻ ايشيا ننڍي کنڊ ڏانهن لڏ پلاڻ ڪندا رهيا آهن. اها لڏ پلاڻ ٻئي سهسرق. م ۾ ٿي هوندي.

**تورين:** تعلقي روهڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو، جنهن ۾ ڳوٺ لاڪو ڀنيرو ۽ ڳوٺ تورين شامل آهن.

**توريو** Oilseed rape (*Brassica napus*): توريو، تيلي ٻج جو قسم آهي. توريي جو تيل ڪاڻ جي ڪم ايندو آهي. هن جو ٻج مصالحي طور آچار ۽ ڪاڌي ۾ خوشبوءِ پيدا ڪرڻ لاءِ وجهبو آهي. هن جي ٻج مان 33 سيڪڙو تيل ملي ٿو. هن جو ٻج هلڪو ڀورو ٿئي، جنهن جي ڪل تي هلڪيون ليڪون ٿينديون آهن.



**فصل جي پوکي:** هن فصل لاءِ لٽاشي ۽ چيڪي لٽاشي زمين سٺي آهي. هن فصل جي زمين جي تياري به سرنهن وانگر ڪبي آهي. هي فصل آگسٽ ۽ سيپٽمبر مهيني ۾ پوکبو آهي. ٻج 2 کان 3 ڪلوگرام ايڪڙ جي حساب سان ڏبو آهي. ٻج ننڍو هوندو آهي ان ڪري ان ۾ مٽي ملائي پوءِ پوکبو آهي. هن کي هڪ انچ کان ڏيڍ انچ جي گهرائي تي پوکبو آهي. ناڙي ڪرڻ مهل قطارن جي وچ ۾ وٿي به فوٽ ڪن ڇڏي ويندي آهي. هي فصل ٻن پاڻين ڏيڻ سان پچي ويندو آهي. هن کي هڪ ٻوري في ايڪڙ نائٽروجن ياڻ ڏيڻ گهرجي.

**توريون:** هن نالي سان تعلقي روهڙيءَ ۾ هڪ ديهه موجود آهي ۽ 'توريون' ڳوٺ به آباد آهي. هن ڳوٺ جي آبادي سون ۾ آهي. هتي ڇوڪرن لاءِ پرائمري اسڪول موجود آهي.

**توز** (Tauz): هي پسار ڪو وڪر آهي. جنهن کي عربيءَ ۾ حوز، فارسيءَ ۾ توز ۽ اردوءَ ۾ توز چوندا آهن. هي ڪجهيءَ جي وڻ وانگر ٿيندو آهي. ان جا پن بيد وانگر ۽ گل خوشبودار ٿين ٿا. مزاج ۾ گرم خشڪ آهي. هي حڪيمن کي دوائن ناهڻ جي ڪم اچي ٿو.

**توشو:** منائيءَ جو هڪ قسم، جيڪا ميدي مان ٺهندي آهي. هڪ قسم جا ننڍا گول ٽڪرا ٺهيل هوندا آهن، جن کي گيهه ۾ چاش ۾ ٻوڙي رکندا آهن.

- 'آخرت جو توشو' هڪ سنڌي محاورو به آهي.



**توفيق علي منگي:** ليکڪ ۽ صحافي توفيق علي منگيءَ جو جنم 27 مارچ 1971ع تي محمد ايوب منگيءَ جي گهر، دادوءَ ۾ ٿيو. بي. ايس. سي تائين تعليم استاد بخاري گورنمينٽ ڪاليج دادوءَ مان حاصل ڪيائين. ننڍپڻ کان سماجي سرگرمين ۾ مشغول رهيو. شهيد مخدوم بلاول اسڪائوٽس ضلعي دادوءَ جو اسڪائوٽس ليڊر رهيو. بزم غالب ۽ سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن، مخدوم بلاول (دادو) جو ميمبر به رهيو. 2007ع کان وٺي هڪ سماجي تنظيم "ڪلچرل هيريٽيج ڊولپمينٽ آرگنائيزيشن" جو جنرل سيڪريٽري آهي.

توفيق منگيءَ صحافت جي شروعات ٻارڙن جي ميگزين "لاٽ" ۾ ڪم ڪرڻ کان ڪئي، جنهن بعد روزاني بختور، حيدرآباد طرفان ملير ڪراچيءَ جو ضلعي رپورٽر بڻيو. ان بعد روزاني 'سوال' ۽ روزاني 'خلق' لاءِ ڪم ڪيائين. ملير پريس ڪلب جو جوائنٽ سيڪريٽري به رهيو. اردو اخبار "امن" ڪراچيءَ ۾ نيوز ۽ بزنس ڪنسلٽنٽ، روزاني 'پرچم' جو اسٽاف رپورٽر ۽ انگريزي اخبار 'ريجنل ٽائمز' ۾ به ڪنسلٽنٽ طور ذميواريون نڀائي رهيو آهي.

توفيق هن وقت ثقافتي، سياحتي ۽ ادبي مخزن ماهوار "ڪلچرل هيريٽيج" جو ايڊيٽر ۽ پبلشر آهي. اها مخزن مئي 2004ع کان باقاعدي شايع ٿي رهي آهي، جنهن ۾ سنڌيءَ سان گڏ اردو ۽ انگريزيءَ ۾ معلوماتي ۽ ثقافتي مواد شامل هوندو آهي.

**توقير فاطمه ڀٽو:** توقير فاطمه 15 جون 1961ع تي ڪراچيءَ ۾ ڄائي. هن بي. اي علامه اقبال اوپن يونيورسٽي مان ۽ ايم اي شاهه لطيف يونيورسٽي خيرپور مان ڪئي. هوءَ ضلعي ڪائونسل لاڙڪاڻي جي ميمبر ۽ پ پ جي ضلعي لاڙڪاڻي ليڊيز ونگ جي عهديدار رهي چڪي آهي. هن انتظام ڪاري چونڊن بابت مختلف ٽريننگن (Trainings) ۾ حصو ورتو. هوءَ عورتن جي حقن لاءِ ڪم ڪندڙ ساڪ وارين اين جي اوز سان به وابسته رهي آهي. عورتن جي خاص سيٽن تي پ. پ جي ٽڪيٽ تي سنڌ اسيمبلي ميمبر چونڊجي ۽ هن وقت عورتن جي ڀلائيءَ واري کاتي جي صوبائي وزير آهي.



**توڪ قاسم:** ضلعي دادوءَ جي تعلقي جوهيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو، جنهن ۾ فقط هڪ ڳوٺ "هليلي" آباد آهي.

**تَوَڪل:** هن لفظ جو مفهوم هن طرح آهي "مون پنهنجو معاملو فلاڻي جي سپرد ڪيو ۽ اُن تي اعتماد ڪيو". توڪل جو طبعي نتيجو صبر يا شڪر ٿيندو آهي. توڪل مومنن جي صفت آهي. توڪل جي تشريح ۾ اهو به چيو ويو آهي ته جيڪي خدا جي هٿ ۾ آهي، سو فائديمند آهي ۽ جيڪي بندي جي هٿ ۾ آهي، ان مان مايوسي حاصل ٿئي ٿي.




**توکان ٿيندي ڏار** (ڪتاب): هي ڪتاب ظهير الدين خادم شاهاڻيءَ جو مرتب ڪيل آهي، جيڪو الحاج غلام نبي خان شاهاڻيءَ جي شخصيت ۽ ڪردار بابت لکيل مضمونن تي مشتمل آهي. الحاج غلام نبي شاهاڻي ضلعي لاڙڪاڻي جو عالم ۽ سماجي ورڪر ٿي گذريو آهي. هن ڪتاب ۾ سندس باري ۾ ڪل 38 تاثر شامل آهن.

جيڪي سنڌ جي اديبن ۽ ڏاهن شاهاڻي صاحب جي شخصيت متعلق لکيا آهن. هن ڪتاب جو مهاڳ اختر درگاهيءَ لکيو آهي. ڊيمي سائيز، ڪچي جلد واري هن ڪتاب ۾ 84 صفحا آهن ۽ قيمت 100 رپيا لکيل آهي. هي ڪتاب شاهه بهارو ميموريل ڪاميٽي نئين ديري پاران 2008ع ۾ شايع ٿيو. ڪتاب جو نالو اياز گل جي مشهور وائي "توکان ٿيندي ڏار" تان ورتو ويو آهي.

**توگو ٺڪر** (Togau ware): هي ٺڪر توگو دڙي تان لڌو ويو هو، جيڪو چار ماٿري، بلوچستان ۾ توگو ڳوٺڙي کان اڌ ميل اوڀر ۾ ۽ حاجي شهر کان ٻه ميل ڏکڻ-اولهه ۾ آهي. 1957ع ڌاري هن دڙي تي ڪنهن بيل گاڏيءَ ذريعي مڪ ڪوئيٽا رستي سان قلات کان 3 ميل اتر طرف وڃڻ سان پهچي سگهبو هو. اتان ئي هڪ رستو نڪتو ٿي، جيڪو مالڪي ۽ زيارت ڏانهن ويو ٿي. دڙو شڪل ۾ ٻي ڊولو آهي، جيڪو هڪ ٽڪري جي پاڙ وٽ آهي. هي ماڳ قلات جي اتر-اولهه ۾ 12 ميلن جي فاصلي تي آهي. هتان ملندڙ ٺڪر کي ماڳ جي نالي جي نسبت سان "توگو ٺڪر" جو نالو پيو. هي ٺڪر جو نمونو پنهنجي چٽن ۽ ٻين رنگن سبب ٻين ٺڪرن کان مختلف آهي، هن جو خاص اهڃاڻ جانورن جي سڱن جي ٿيل چٽ جو سلسلو آهي، جيڪو هن کي ٻين ٺڪر جي نمونن کان الڳ ڪري بيهاري ٿو. هن سان ملندڙ ٺڪر ٻين ماڳن تان به مليو آهي. جيڪي بلوچستان ۾ آهن، پر ايران جي ماڳ گهار (Gar) منديگاڪ. (افغانستان)، ڇُٽي جي ڪنڊ (سنڌ) وغيره تان لڌو آهي. هي ٺڪر بلوچستان جي گورپٽ ماڳ تان به



توگو ٺڪر جا نمونا

مليو آهي، پر ڪلي گل محمد ٺڪر سان گڏ جهجهي تعداد ۾ مليو آهي. ان ڪانسواءِ انجيرا جي ٻئي دور مان به خاصي تعداد ۾ هي ٺڪر ملي ٿو.

هي ٺڪر چڱو سخت، بنا ٻاٽ (Grits) جي، سٺو پڪل آهي، جيڪڏهن آگر جي ننهن سان وڄائجي ته سٺو آواز ڏئي ٿو. لڪير سنهي، سهڻي، رنگ وٽرڻ جهڙو ڪونه آهي. ٺڪر پوري ڳاڙهي رنگ ٿيڻ تائين پچايو ويو ٿو، پر ڪلي گل محمد واري ٺڪرائي کان ڪجهه نارنگي رنگ ڏي مائل آهي. ٿانون جا نمونا

مخصوص مليا آهن. انهن ۾ عام طور پيالا آهن، جيڪي گهڻو ڪري سنڌي تري سان آهن. جن جون پتيون ٽڪرو مڙي لاهي نموني ٺهي مٿي وڃن ٿيون. پيالن جي جسامت هڪ جيتري ڪا نه آهي. اهي 12.5 سينٽي ميٽر کان 24 سينٽي ميٽر قطر جا آهن. انهن پيالن کي تري جي هيٺيان ننڍڙي گول ڪڙي (Ring) آهي. هي ٺڪرچئن مرحلن ۾ ورهايل آهي.

**مرحلو الف:** هي توگو ٺڪر جو اوائلي مرحلو آهي، جنهن ۾ اڪيلي قطار ۾ هلندڙ جانور يا پکي چٽيل آهن ۽ ڪن چٽن ۾ انساني مورتين جا چٽ به آهن. اهي ڏهي (Shadow) جهڙيون چٽيل مورتيون، جن جو منهن ڪابي پاسي هجي ٿو. سي هلڪي نارنگي ڳاڙهي پوچي تي ڪاري رنگ سان چٽيل آهن ۽ اڪثر ڪري لوڙي وانگر (Steak) اجريل، سينگاريل نقشن جي مٿان آهن.

**مرحلو ب:** هن مرحلي ۾ جانورن جي ڳچي، مٿو ۽ سڱ اندر دٻايل (Supprets) نموني چٽيل آهن.

**مرحلوث:** هن مرحلي ۾ مٿا ۽ سڱ مختصر نموني، هڪ جهالر وانگر ابتي نموني ساڄي پاسي ٺهيل آهن.

**مرحلود:** هن مرحلي ۾ جيڪو چٽن جو سلسلو مليو آهي، اهو ٻي ڏياني سان ٺهيل آنڪڙي يا ڪنڍي (Hook) نموني جو، جيڪو ڄڻ سوال جي نشاني (؟) وانگر ٺهيل آهي.

بهرحال سڱن جو چٽيل سلسلو هن ٺڪر جي سينگار جي خاص سڃاڻپ آهي. جيڪو اڪيلي سڱن جي قطار، ڪليل پيالن جي ڪنن جي اندران چٽن جي صورت ۾ ملي ٿي. انهن سڱن جي مٿان ڏاڪڻ/ زيني (Ladder) وانگر پٽا ۽ پيچدار جُهوڙا (Tassel) چٽيل آهن ۽ ان ڪانسواءِ ٺڪر تي ٽهائيون (Triple) پٽا، پيچدار جهوڙن جي مٿان به ملن ٿا.

پور وچوٽ لڪيرون، سڱن جي قطار کان پوءِ ٻئي نمبر تي، هن ٺڪر جي خاص سڃاڻپ آهي. اڪيليون هم مرڪزي ليڪون پيالي جي چوڏاري ملن ٿيون، پر اڪيليون ۽ ٻهاٽيون (Double) ۽ ٽهاٽيون ليڪون به اندران ٻاهران، ۽ ڪن حالتن ۾ ته ان قسم جون ليڪون ٿانون جي مٿاڇري تي ڇانيل نظر اچن ٿيون. ان قسم جو چٽ هر دور ۾ مقبول نظر اچي ٿو. اڪيلي سوڙهي زيني نموني پٽي، ڪڏهن ڪڏهن جانورن جي اپريل چٽ (Freez) ۾ ٻال يا ڪينهوڙو وانگر نظر ايندو آهي، جيڪو پيالي جي اندران تري وٽ چٽيل آهي. ڪٿي ڪٿي پٽي کي وَڏُ يا ٽڪو نظر اچي ٿو ان قسم جو چٽ شروعاتي ٻه رنگي ٺڪر ۽ آمري واري ڪاري تي ميٽوڙي ٺڪر سان ميل ڪائي ٿو.

**توڳاچو:** تعلقي سانگهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ 'بانڪوخان شر'، 'مليرخان'، 'واڍڪي'، 'ڪمال دل شر'، 'فقير محمد بچل'، 'وليو خاصخيلي'، 'امام الدين ڪارو' ۽ 'ڪوڙو رند' جي نالي سان ڳوٺ آباد آهن.

**توڳاچي:** سماٽ ذات آهي، جيڪي راڄڙ جو اولاد آهن. هن جي پاڙن جا نالا رڪڻ، ساهيو ۽ ڏيرڻ آهن.

**تولارام 'عاجز':** تولارام 'عاجز' سنڌ جي تاريخي شهر نوشهري فيروز ۾ 1884ع ڌاري جنم ورتو. سندس والد جو نالو مينگهراج ٻالاڻي هو تولارام پهرئين انگريزي کان چوٿين تائين نارو شاهه ۾، پنجون درجو پرين ۾ ۽ ڇهون درجو نوودياليه اسڪول حيدرآباد (هاٿوڪي اولڊ ڪئمپس) ۾ پڙهيائين. شاگرديءَ جي زماني ۾ يا ته مطالعو ڪندو يا فوٽ بال ۽ ڪرڪيٽ راندين ۾ لڳو رهندو هو. ذهين حد درجي هو. انگريزي، سنڌي ۽ فارسيءَ ٻولين تي سٺي مهارت رکندو هو. نو وديالیه ۾ پڙهڻ دوران ديوان پرڀداس، ديوان ڏيارام هرومل ۽ ٻين اعليٰ شخصن جي صحبت ۾ گهڻو پرايائين. سندن صحبت ۾ هن جو پهرين برهمو سماج ڏانهن لاڙو ٿيو اتي هو سين بابو، بابو روبين ۽ پڳت روپچند جي صحبت ۾ راڳ طرف مائل ٿيو پيءُ ۽ ڀين کان مالي مدد نه ملڻ سبب هن جي اسڪولي تعليم ڇهين انگريزيءَ تائين رهي. هن کي سرڪاري نوڪريءَ کان نفرت ۽ ملڪي ۽ سماجي خدمت ۾ دلچسپي هئي. حيدرآباد ۾ رهائش دوران سک پنٿ ۽ آريا سماج جو سنو مطالعو ڪيائين. سوامي هيمراج جي اردو ڪتاب "گلزار معنيٰ" جو سنڌيءَ ۾ "آتم ڦلواڙيءَ" جي عنوان سان ترجمو ڪيائين. جيڪو ڪتاب 1906ع ۾ ڇپيو. نو وديالیه جي ماستر جيوترام سان گڏجي قطب شاهه جهانيان جي درگاهه تي ويندو هو. جتي پنهنجا بيت ۽ ڪافيون، مستيءَ ۾ اچي ڳائيندو هو. 1905ع ۾ بنگال جي ورهاڱي وقت نشي ۽ ولائتي مال جي بائيڪاٽ واري هلچل ۾ حصو ورتائين ۽ ڪلڪتي ڪانگريس ۾ شرڪت ڪيائين. هن موٽڻ بعد انگريز سرڪار خلاف سخت تقريرون ڪيون. تولارام عاجز صحافت جو رستو اختيار ڪيو. "Voice of Sindh" انگريزيءَ ۾ ۽ "صداءِ سنڌ" سنڌيءَ ۾ اخبارون جاري ڪيائين. هڪ ڀيري انگريزن خلاف سخت ايڊيٽوريل لکڻ ڪري حيدرآباد جي ڪليڪٽر ايف. جي. پرال مٿس قلم 124 هيٺ بغاوت جو ڪيس داخل ڪرڻ وارو هو. پر ديوان ڪوڙي مل چندن مل ڪلناڻيءَ ڪليڪٽر کي اهڙي قدم کڻڻ کان اهو چئي باز آندو ته ائين ڪرڻ سان هڪ طرف تولارام کي شهرت ملندي ۽ ٻئي طرف سرڪار خلاف باغي جذبات ڀڙڪندا. ديوان ڪوڙو مل، تولارام کي دلي طرح ڀائيندو هو. ڪليڪٽر تولارام تي بغاوت جو ڪيس ته نه ڪيو پر سندس اخبار ضبط ڪيائين. ان بعد هن "ديش ماتا" اخبار جاري ڪئي. ڪجهه پرچا ٽائيپ ۾ ڇاپي ڪڍيائين، پر پوءِ پريس ڇپڻ کان انڪار ڪيو ته ليٿو تي ڪڍيائين. وقتي پئسي پئسي وارن نوٽبڪن تي لکي ڪڍيائين، پر اها اخبار به سرڪار ضبط ڪئي. ان بعد "سنڌ شيوڪ" ماهوار رسالو ڪڍيائين. جنهن کي اڳتي هلي هفتيوار اخبار ۾ تبديل ڪيائين. اها اخبار به پريسن ڇپڻ کان نابري واري. تولارام بيباڪ ۽ بيڌپو صحافي ۽ اخبار نويس هو. مشهور عالم لعلچند امرڏني مل، سنڌس اخبار نويسيءَ تي "هندستان" اخبار جي پهرين آگسٽ 1946ع ۾ "سنڌي اخبار نويسيءَ جي تاريخ" سري سان مضمون ۾ لکيو ته:

"سرڳواسي تولارام ٻالاڻيءَ "ماتا" نالي ٺيٺ سياسي اخبار ڪڍي هئي. هيءَ جوان ٽڳيو ڪو نه. نه ته رنگ ڪري ها!... هي نرڀئه (بي ڊپو) اهڙو. جو سرڪار جي نيتيءَ تي بي ڌڙڪ نقط چيني ڪندو هو... سچ پچ تن ڏينهين تيل نه پر پاڻي ٿي ٻريو. ڪير جو سرڪار بنسبت ڪا ڪچي ڦڪي ڳالهه لکي. ٽنگيو نه پيو هجي! هن جي "ماتا" اخبار سرڪار ضبط ڪئي ته هن وري ٻي اخبار ڪڍي، ان کي به سرڪار نه سٺو. پر مڙيو موٽيو هي به ڪونه!

هن ان وقت "تعليم جو تارو" ۽ "دادا ڀائي نو روز جي" نالي ٻه ننڍا راڄنيتي (سياسي) ڪتاب به ڇپائي پڌرا ڪيا. شعر ٺاهڻ جي ته ايشوري (خدائي) ڏات مليل هيس. "ملڪ مداح" نالي قومي شعرن جو ڪتاب پڻ ڇپجي پڌرو ڪيائين هئائين. جنهن ۾ ديش ڀڳتي ۽ سوديشي وغيره وشين (موضوعن) تي ڀڄن (ڪلام) هئا. جو ڪتاب به سرڪار ضبط ڪيو."

تولارام جي والد نوشهري کان لاڙڪاڻي لڏي اچي وڪالت ڪئي. تولارام انقلابي انسان ڪڏهن حيدرآباد، ڪڏهن ڪراچيءَ ته ڪڏهن لاڙڪاڻي ۾ رهندو هو روهڙي، سکر ۽ شڪارپور ۾ به پيو ايندو ويندو هو. سکر جي پهرين "سياسي ڪانفرنس" ۾ شريڪ ٿيو مذهبي متڀيد جو مخالف، هندو مسلم ايڪتا جو پرچارڪ هو. حيدرآباد ۽ ٻين شهرن ۾ بيمارين وقت پاڻ وساري بيمارن جي مدد ڪندو هو. ڪين ڪلام ٻڌائي وندرائيندو هو.

1909ع ۾ پنهنجي جنم آستان نوشهري ۾ آيو ۽ نوشهري جي پئنچائتي انگريزي اسڪول ۾ ڪجهه وقت ماستر ٿي رهيو. نوشهري ۾ هر آچر تي ڪٿا ڪيرتن ڪندو هو يڪتاري ۽ جهانجهه تي ڳائي، ماڻهو مست ڪندو هو. شاگردن ڪي ديس ڀڳتيءَ جا مضمون لکائيندو هو. 1908ع ۾ نوشهري ۾ نوجوانن جي هڪ سڀا "شيوڪ منڊليءَ" نالي قائم ڪئي هئائين. نوشهري جي صوفي شاعر شاهه ڪمال سان به صحبت هئس، سندس ۽ شاهه نصير جا ڪلام ڳائيندو هو. 1909ع ۾ برهمو سماج جي، خدمتگارن ديوان پريداس ۽ ٻين کي نوشهري وٺي آيو هو. شادي به ڪيائين. سندس پيءُ ۽ ڀيا عزيز، سندس سرڪار مخالف هلت کي پسند نه ڪندا هئا، پر هي پنهنجي ڌن ۾ مست رهندو هو. هن کي مالي تنگي به رهندي هئي، پر دوست ۽ شاگرد ڳجهيءَ طرح سندس مدد ڪندا هئا. نوشهري ۽ حيدرآباد ۾ ڪيترا ڊراما اسٽيج ڪرايائين، جن ۾ خود به پارٽ ادا ڪندو هو. ڪيترا ناٽڪ لکيائين. هن ڪيترا مشاعرا ڪرايا، پاڻ به سٺو شاعر هو. "جيءَ اندر جنگ" ۽ "گيان گلزاري" سندس شعري مجموعا ڇپيل آهن. آخري ڄمار ۾ مست الست ٿي يڪتارو کڻي ڳائيندو وتندو هو. صوفي مت جو متوالو هو. ڪڏهن بيدل ۽ بيڪس جي درگاهه تي، ڪڏهن ڪنڊڙيءَ ۾ روحل فقير جي آستاني تي، ڪڏهن قلندر لال شهباز، ته ڪڏهن لطيف سائينءَ جي درگاهه تي پيو پيرا ڪندو هو. ته ڪڏهن قطب شاهه جهانيان جي حاضري اچي ڀريندو هو. پڇاڙيءَ وارا ڏينهن لاڙڪاڻي ۾ گذاريائين. سوامي ڌرم داس سان نينهن جو ناتو هوس. مرتئي کان ڪجهه ڏينهن اڳ هڪ خط لکي رکيو هئائين، جنهن ۾ لکيو هئائين:

هي تولو رام ۾، هي رام تولي ۾
سُتت جل ۾ جل ٿي ويندو.

خدا جي قدرت، ٿيو به ائين. 13 جولاءِ 1913ع تي سنت ڌرمداس جي حاضريءَ ۾ ويو ۽ کيس چيائين "هاڻي وڌيڪ نه رهبو". ان ئي وقت سوامي ڌرمداس جي چيلي اتل رام، ڀڳت ڏنورام ۽ ٻين سان گڏ گهاڙ واهه تي وهنجڻ ويو. ان وقت گهاڙ ۾ 6-7 فوٽ پاڻي مس هو. سنان ڪندي اهڙي ٽٻي ڏنائين جو الوپ ٿي ويو. سچ پچ پنهنجي لکڻ موجب جل سان جل ٿي ويو. "عاجز" جي ڏاڍي ڳولا ڪئي وئي، ٽوبا آندا ويا، ٻيڙيون آڻي مهاڻن ڄار وڌا، پر سڀ ڪجهه بيسود. تولارام عاجز، جل سان جل ٿي ويو. هن بابت جهامنداس ياتيا، ڊاڪٽر چوئٿرام گدواڻي، لعلچند امر ڏني مل، ڪرمچند هنگوراڻي، ويرو مل بيگراج (ايڊيٽر "سنڌي" سکر) تارا چند گاجرا، پرسرام ٽهلرام ۽ ٻين جا مضمون پڙهڻ وٽان آهن.

1960ع ۾ اجمير مان پريداس برهمچاريءَ تولارام بابت اديبن، صحافين ۽ سياسي اڳواڻن جي تاثراتي مضمونن ۽ تولارام عاجز جي چونڊ شعرن تي ٻڌل ڪتاب ڇاپيو هو. جنهن ۾ عاجز جي ڪتابن جي هيٺين لسٽ ڏني اٿس: (1) تعليم جو تارو، (2) دادا ڀائي نوروزجي، (3) مينهن جي رنگ سان نينهن جي جنگ، (4) جيءَ اندر جنگ، (5) ٻالڪن جو ٻل، (6) عاجز جا آلاپ، (7) ڪرم چڪر.

**تولارام ڪنعيالال رهيجا:** سنڌي ۽ مراٺيءَ ۾ لکندڙ تولارام "لالي" جو جنم 24 جولاءِ 1939ع تي سکر سنڌ ۾ ٿيو. ورهاڱي بعد هو پوني پارٽ لڏي ويو جتي کيس صابڻ جو ڪارخانو هو. هن سنڌي ۽ مراٺيءَ ۾ ڪجهه ڪتاب به لکيا، جن ۾ "سنتو درشن" (مراٺي)، "سنتو پتر" (مراٺي)، "پوجا" (مراٺي)، ۽ "پيشيل ڪڏي پرتون پاڪرا" (مراٺي) شامل آهن. کيس مهاراشٽر سرڪار پاران اُتڪروشت مراٺي واڱمپ' جو 1500 روپين جو انعام ۽ هن ڪتاب تي مهاراشٽر سرڪار طرفان 5000 روپيا انعام به مليو. تولارام لالي ڪيترن ئي مراٺي ۽ سنڌي رسالن ۽ اخبارن ۾ ڪهاڻيون ۽ مضمون پڻ لکيا. هن "ٻوڌ راج ٻوڌ"، دادا جشن واسواڻيءَ، پوپٽي هيرانندڻيءَ ۽ ريتا شهاڻيءَ جي سنڌي رچنائن جا مراٺيءَ ۾ ترجما ڪيا آهن. هن وقت پوني (پارٽ) ۾ رهائش پذير آهي.

**تولاڻي:** هي اصل اروڙ ونسي هندو آهن. سندن نک "سچديو" آهي. هنن جا وڏا عربن جي ڪاهه وقت اروڙ (الور) تعلقي روهڙي مان لڏي پنجاب ويا. جتان پوءِ ڪنهن وقت موٽي، اول چانڊڪا (لاڙڪاڻي) پرڳڻي ۾، ۽ پوءِ حيدرآباد ۾ آيا. "سچديو" نک وارن مان ڪي اڄ تائين پنجاب ۾ آهن ۽ ڪي ڪراچيءَ سنڌ ۾ اچي رهيا. حيدرآباد جي تولاڻين جو وڏو تولارام شيوڪرام هو، جنهن جي نالي پٺيان اهي سڏجن ٿا.

تولاڻين جي ٻين نکن ۾ "چٺاڻي"، "ڏاميچا" ۽ "سپڙا" اچي وڃن ٿا. "ڏاميچا" لاڙڪاڻي طرف رهيا، جڏهن ته "سپڙا تولاڻي" ڪٽياڻ (ضلعي حيدرآباد) ۽ ٽنڊي الهيار طرف رهيا.

**تولڙو بابا:** اهلسنت والجماعت حنفي بريلوي مسلڪ جي نقشبندي طريقي جو بزرگ، جنهن جو پورو نالو خواجا عبدالقادر نقشبندي هو. اوير پنجاب جي ضلعي جالنڌر جي ڳوٺ 'فلور' ۾ پيدا ٿيو. شروعاتي تعليم پنهنجي پيءُ خواجا حاجي ڪريم بخش کان حاصل ڪيائين. شريعت ۽ طريقت جي سکيا ۽ اصول پڻ پنهنجي پيءُ کان سکيائين. پيءُ جي وفات کان پوءِ 'فلور' ڇڏي پنهنجي چاچي، توڪل شاهه جي خدمت ۾ پيش ٿي فيض حاصل ڪيائين. چاچي جي وفات کان پوءِ تقريباً پنجويهه ٽيهه سال گوشي نشين رهيو، ۽ پوءِ اجمير ۾ رهائش پذير ٿيو. جتي خواجه غريب نواز کيس حڪم ڪيو ته الور جي رياست جي ڳوٺ 'تولڙا' ۾ وڃي رهي. ورهاڱي کان پوءِ پاڪستان آيو ۽ لاهور ۽ بهاولپور کان ٿيندو ڪراچيءَ پهتو. جتان حيدرآباد ۾ آيو. حيدرآباد جو شهر کيس پسند آيو ۽ 1952ع ڌاري پاڻ هڪ مريد وٽ حيدرآباد ۾ رهائش اختيار ڪيائين. 1958ع ۾ حيدرآباد جي علائقي هيرآباد ۾ گهر وٺي رهڻ لڳو. پاڻ اعليٰ پايي جو بزرگ هو. سندس وصال 113 سالن جي ڄمار ۾، 1961ع ۾ ٿيو. سندس مزار هالا ناڪي لڳ، چٽنل موريءَ کان الهندي طرف، ڳوٺ نورخان چانگ ويجهو آهي، جتي هرسال ڏهين ربيع الاول تي ميلو به لڳندو آهي.

**تُولو** (Tulu) (ٻولي): هن ٻوليءَ کي تال- ٿالو، تالو، تولووا ڀاشا پڻ چيو وڃي ٿو. هندستان جي آنڌرا پرديش، ڪيرالا، ڪسرگاڊ ضلعن ۾، تامل ناڊو، مهاراشٽر، ڪرناٽڪ، ڏکڻ ڪنڙا ۽ اتر پرديش ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. 1997ع جي رپورٽ موجب هن ٻوليءَ جا 1949000 ڳالهائڻ وارا موجود هئا. هي دراوڙي خاندان جي ٻولي آهي. هن ٻوليءَ کي پنهنجو رسم الخط آهي، جنهن کي تولو سڏبو آهي. هي ڏکڻ هندوستان جي پنجن دراوڙي ٻولين مان هڪ آهي ۽ 2.5 ملين ماڻهن جي مادري زبان آهي. هن جا ڪل چار لهجا آهن. (1) برهمڻي لهجو، (2) جيني لهجو، (3) عام رواجي لهجو ۽ (4) هريجني لهجو. برهمڻي لهجي ۾ سنسڪرت جا لفظ گهڻا آهن. جيني لهجو تولوناڊو جي جين ڌرم وارن جو آهي. عام ماڻهو جيڪا ٻولي ڳالهائي ٿو، ان رواجي ۽ هيٺين طبقي طرفان ڳالهائي ويندڙ ٻوليءَ کي

هريجن لهجو چئجي ٿو. هن ٻوليءَ جو رسم الخط گرنٿا مان نڪتل آهي. لپيءَ جو نمونو هي آهي.

**تولو**: ڏکڻ تور جي آڳاٽي نظام موجب "ڏڪي" جو وزن 12 ماسا ٿيندو هو.

**تون پارس، آئون لوهه** (ڪتاب): هي ڪتاب مشهور شاعر سيد مرتضيٰ ڏاڏاهي جي شاعريءَ جو مجموعو آهي، جيڪو سيپٽمبر 1994ع ۾ ديدار بُڪ ڊپو، ٽنڊي الهيار شايع ڪيو. هن ڪتاب جي مهاڳ ۾ مخدوم جميل الزمان لکي ٿو ته: "مرتضيٰ ڏاڏاهيءَ جا ڪيترائي اهڙا شعر آهن، جن ۾ سلوڻائي، خيالن جي نفاست، ٻوليءَ جا مقبول عام محاورا، هڪڙي ئي منٽ ۾ سمجهه ۾ ايندڙ تشبيهون، سهڻن جا واعدا، سڄڻن جا دلاسا، وفا جو اعتماد، عشاقن جي نهٺائي، اڌورا خواب، انتظارن جو مزو، پنهنجي عقيدت مندانه عشق و محبت جي اظهار جا معزز طريقا، اڻ ڪٿ تمنائون ۽ يادگيريون يا اهڙا ٻيا انساني جذبا جيڪي جڏهن اکرن جي صورت ۾ اچن ٿا ته انهن کي تغزل ۽ شاهه بيت وغيره جهڙا لقب ڏنا ويندا آهن، اهي سندس ڪلام ۾ جابجا نظر ايندا." ڪچي جلد سان، 184 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 50 روپيا آهي.




**تون ڇير تون ڇانو** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌ جي نالي واري شاعر شيخ اياز جي دعائن (نثري نظمن) تي مشتمل آهي، جيڪي هن ٽئگور جي گيتانجليءَ وانگر لکيون ۽ روزاني برسات ڪراچيءَ ۾ شايع ٿيون.




شيخ اياز انهن دعائن ۾ تاريخي واقعن ۽ ماضيءَ جي شخصيتن جي قولن ۽ مثالن کي جنهن نموني سان پيش ڪيو آهي، ان مان شاعر جي غير معمولي مطالعي ۽ مشاهدي جو ڏس ملي ٿو ۽ نظر اچي ٿو ته سندس مطالعو نهايت وسيع آهي. اهي دعائون ٽئگور جي دعائن وانگر اثرائتيون آهن، جن ۾ ڪائنات جي رنگينين ۽ ڪائنات جي خالق جي تعريف آهي. هي ڪتاب سنڌ نيشنل اڪيڊمي ٽرسٽ، حيدرآباد پاران سال 1995ع ۾ شايع ڪيو ويو. پڪي جلد سان هي ڪتاب 176 صفحن تي مشتمل آهي.

**تونري**: هندن جي رسم موجب جڏهن ڪو شخص گذاري ويندو هو ته ان جي گهر ۾ تونري پوندي هئي. گرو گرنٿ صاحب جو پاٺ تائين رکيو ويندو هو ۽ گهر ۾ فراس وڇايا ويندا هئا. سڀ مائيٽيون، پاڙي واريون شام جو اچي گڏ ٿينديون هيون. سيني زالن کي اڇو پاپلين جو پڙو، پٽيي جي اچي چادر ۽ آڏيي جو چولو پيل هوندو هو. ميراثي باجو ۽ ڍڪڙ وڄائي ڪلاڪ کن ڳائيندا هئا ۽ پوءِ برهمڻ ڪٿا ڪندو هو. سڀ زالون پٽ تي وڇايل فراس تي ويهي ڪٿا ٻڌنديون هيون ۽ هٿن سان گدري جا ٻج چلينديون يا اڳڻ مڙهينديون يا ٽوال ۽ چادرن کي ڳنڍيون ڏيئي جهالا وجهنديون هيون. گهر ۾ ٻارهن ڏينهن لڳاتار ڏيئو ٻاريو ويندو هو. هاڻي اهو ڏيئو گهٽي پاڳي مندر يا ٽڪاڻي ۾ ٻاريو ويندو آهي.

**تون ساگر مان لهر** (ڪتاب): برک شاعر پريو 'وفا' جي شاعريءَ جو هي پنجون مجموعو آهي، جنهن ۾ غزل، گيت، ڪافيون، لاڏا، نظم، بيت، ڇايا چتر، شرڌانجليون ۽ تصويرون (ته سٽا) آهن. هي ڪتاب لوڪ سُر پبليڪيشن بمبئيءَ پاران جنوري 1993ع ۾ هيري چاولا ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. هن ڊيمي سائيز جي 141 صفحن جي ڪتاب جي قيمت 70 روپيا آهي. پريو وفا هي ڪتاب لوڪ سُر جي ڪلاڪارن/ فنڪارن کي ارپيو آهي. جن سندس ڪلامن کي سُرن سان سجائي عام جي دلين تائين پهچايو آهي. هن شعري مجموعي جو مهاڳ نامور ليکڪا پوپٽي هيرانندائيءَ لکيو آهي. هوءَ لکي ٿي ته: "1954ع ڌاري ٻه تنظيمون: سنڌي ساهت منڊل' (سنڌي ادبي سنگت) ۽ 'لوڪ سر' سرگرم هونديون هيون. لوڪ سر ڪلاڪارن جي تنظيم هوندي هئي، ان ۾ پريو وفا جو ڀاءُ رتي ڇڳاٽي 'وفا' جا گيت ڳائيندو هو ۽ ساڻس وفا جي ڀيڻ ڪملا ڇڳاٽي به ساٿ ڏيندي هئي. ائين وفا جي شاعريءَ سان منهنجي سڃاڻپ ٿي. مان بنا هٻڪ جي وفا کي سنڌيءَ جي سٺن شاعرن مان هڪ ڳڻيان ٿي. هن قدرت جي سندرتا، انساني من جي امنگن، ارمانن، ڀاونائن ۽ جذباتن، سنڌ جي ياد، سنڌين جي خوبين وغيره وشين (موضوعن) تي شعر چيا آهن. هن جي شعرن ۾ فني پختگيءَ سان پيش ڪيل روماني ذڪر اهڙا آهن، جي دائميت ڏين ٿا. هن جي شعرن سنڌيءَ کي سنگيت مير شبد (سنگيت ڀريا لفظ) ڏئي، ان کي وسيع بڻايو آهي."




**تونسه بئراج**: هيءَ بئراج، سنڌو درياهه تي، صوبي پنجاب ۾ تونسا شريف وٽ تعمير ڪيل آهي. تونسا بئراج 346 فوٽ ڊگهو آهي ۽ ان جي ٻنهي ڪنارن تي نهرون تعمير ٿيل آهن. هي بئراج 1953ع کان 1963ع واري عرصي ۾ تعمير ٿيو ۽ ان تي تقريباً 23 ڪروڙ رپيا خرچ ٿيا. هيءَ بئراج پنجاب جي 20 لک ايڪڙ ايراضيءَ کي پاڻي پهچائي ٿو.

**تونسا شريف**: تونسا شريف ضلعي ديري غازي خان جو مشهور شهر ۽ تعلقي تونسا جو صدر مقام آهي. هيءَ ڪوهه سليمان جي دامن ۾ واقع شهر آهي، هتي حضرت خواجه سليمان تونسوي ۽ حضرت خواجه محمود رحمت الله عليهم جون مزارون آهن. ان کان 20 ميل پنڌ تي قيصرانيءَ جي علائقي مان قدرتي گئس جو وڏو ذخيرو دريافت ٿيو آهي.

**تَونگ**: زمين جو وڏو ٻنو، بارانيءَ تي ٿيندڙ آباد ايراضي.

**تونگ**: ميرپور ماٿيلي ۽ شڪارپور تعلقن ۾ جُدا جُدا ديهن جو نالو.

**تونگ**[2]: هي ڪوهستان جو هڪ اهم ڳوٺ آهي، ٽاٽي بولا خان جي هن ڳوٺ ۾ تونگ ذات جا مسلمان (سما) رهن ٿا. هي بلوچستان کي ويجهو ڳوٺ آهي.

**ٽوڻگ:** تعلقي خانپور جي هڪ ديھہ جنھن ۾ هيٺيان چار ڳوٺ شامل آهن: سھراب ڀھوڙ، سوجھرو خان جتوئي، گامڻ ڀھوڙ ۽ صاحب خان ڀھوڙ.

**ٽوڻگ ٻني:** هي ماڳ 26 25 اتر ويڪرائي ڦاڪ 34 67 اوڀر ڊگھائي ڦاڪ تي، موجوده ٽونگ لڳ دمبار قطار ويجھو موجود آهي. ڀرسان رتني ناٿ/ رتني شاھ پير جو مقبرو آهي. چشمي جي منھن وٽ پٿر جي پيڙھ وارين ڀتين جي رهت کان سواءِ آمري توڙي هڙاپا سان ڀيٽڻ جھڙو ٺڪرائو ملي ٿو هتي قلعي جا آثار بہ نظر اچن ٿا.

ٽوڻگ ٻني مخروطي شڪل جي صورت ۾ اٽڪل 25 ميٽر اوچو دڙو آهي. هتي کوٽائيءَ دوران قلعي جا آثار بہ مليا آهن. مشهور آرڪيالاجسٽ مجمدار کي کوٽائيءَ مان آمري دور، سنڌو دور ۽ جھانگارا ثقافت دور جا ٿانوَ مليا هئا. هتان آمريءَ وارو بہ رنگو ٺڪر، سنڌو جو ڳاڙهي تي ڪارو ٺڪر چٽسالي سان ۽ جھانگارا جا ڪارا پالش ٿيل ٺڪر ٿانو مليا هئا. ان کان سواءِ چقمقي پٿرن وارا اوزار بہ هٿ آيا آهن.

هن ٽڪري تان ڪجھ عرصو ٿيندو تہ مقامي ماڻھن کي ٺڪر جي ٿانون ۾ رکيل هڏا پوريل حالت ۾ مليا هئا. ٽونگ جي اوڀر پاسي چوڪنڊيءَ جھڙي گھاڙيٽن ۾ بہ قبرستان آهن، جن تي پڻ ٺڪرائو موجود آهي.

**ٽونگ شريف:** دادو ضلعي جي دمبار قطار ويجھو جو هڪڙو ڳوٺ "ٽونگ ماڙي" جنھن کي عام طور "ٽونگ شريف" سڏجي ٿو ٽونگ لفظ 'ٽونگر' مان نڪتل آهي، جنھن جو مطلب آهي 'سکيو ستابو، سؤکو، پنھنجيءَ وارو، خوشحال، سردار يا توانو، طاقتور ۽ بي پرواھ. اهڙيءَ طرح ٽونگ لفظ مان هيٺيون معنائون پڻ نڪرن ٿيون:

1. زمين جي اهڙي وڏي ايراضي يا علائقو جنھن جي چوگرد بند ٻڌي، پاڻيءَ کي ٻئي پاسي وهڻ / وڃڻ يا ضايع ٿيڻ کان روڪيو ويو هجي.
2. آبادي لاءِ مخصوص زمين.
3. آباديءَ لاءِ وڏي وسيع ايراضي
4. باراني زمين
5. اها زمين جيڪا اڻانگي جاءِ، حد/ فاصلي تي هجي.
6. ڪنپ/ ڍنڍ (شايد اهڙي جڳھ جتي مينهن جو پاڻي جمع ٿيندو هجي).

ٽونگ شريف جي ڀرپاسي ڪيترن ئي قديم ماڳن جا آثار موجود آهن. ٽونگ جي اولھہ- اتر ۾ واقع ميرن جو دڙو يا "مهيري" دڙو آهي، جنھن بابت آثار قديمہ جي ماهرن جي راءِ آهي تہ اتي سنڌو تهذيب جا ڪي لڪل گوشا دفن ٿيل آهن. اهڙا ئي ٻيا آثار پڻ ٽونگ شريف جي اتر اوڀر ۽ ڏکڻ اولھہ جي چٽني پاسي پکڙيل نظر اچن ٿا.

ٽونگ شريف جي اتر اولھہ ۾ واقع "ڄام لوهار" جو تاريخي قبرستان ڀرپاسي جي زائرين ۽ قديم ماڳن سان دلچسپي رکندڙ محققن لاءِ روحاني ۽ تحقيقي ڪشش رکي ٿو ٽونگ شريف جي اولھہ ۾ هڪ قدرتي چشمو سال جو ٻارهوئي پاڻي ڏيندو رهي ٿو هن چشمي جو پاڻي صاف، شفاف ۽ مٺو آهي. جيڪو ڳوٺ واسين جي روزمره ضرورتن جو پورائو ڪري ٿو ۽ گڏوگڏ ٻني ٻاري لاءِ استعمال ٿئي ٿو چشمي ويجھو هڪ مزار آهي، جيڪا "رتن شاھ جي زيارت گاھ" نالي مشهور آهي. جتي ڀرپاسي جي ڳوٺن جا مقامي ماڻھو سکائون ۽ باسون ڪڻي ايندا آهن.

ٽونگ شريف جي تاريخي قبرستان ۾ لڳ ڀڳ ساڍن ٽن سون جي لڳ ڀڳ پيلي رنگ جي واريءَ پٿر جون خوبصورت چٽساليءَ واريون قبرون موجود آهن. جن مان ڪجھ قبرون وقت گذرڻ سان گڏوگڏ مناسب سار سنڀال نہ هئڻ سبب ڀڄي ڀري ۽ ڊهي پيون آهن ۽ ڪجھ ڊهڻ ڪنديءَ تي آهن. غور سان ڏسڻ بعد هي قبرستان ٽن حصن ۾ ورهايل نظر اچي ٿو قبرن جي جوڙجڪ ڏسڻ بعد معلوم ٿيندو تہ اهڙيون ئي قبرون سنڌ ۽ بلوچستان ۾ نظر اينديون. مثلاً سنڌ ۾ مڪلي، سونڊا، جھرڪ، راڄ ملڪ، پير پٺو، چٽوڙي ۽ ڪراچي لڳ چوکنڊيءَ ۾ ڏسجن ٿيون. ساڳئي جوڙجڪ واريون قبرون بلوچستان جي علائقي هنيدان ۾ موجود آهن. اهڙيون ئي قبرون هندستان جي ڪيترن ئي علائقن ۾ پٿر تي گھڙيل ۽ چٽن ۽ گلن ٻوٽن سان پاڻ پسائن ٿيون. سنڌ ۾ اهڙين قبرن کي 'گهوڙاوتون' يا گھاڙيون چوندا آهن.

**ٽونگ قبرستان:** هي قبرستان سورنهن کان ارڙهين صدي عيسوي جو چيو وڃي ٿو هي ضلعي ڄامشوري جي تعلقي ٿاڻي بولاخان شهر جي اتر- اولھہ ڪنڊ تي 73 ڪلوميٽرن جي فاصلي تي موجود آهي هن ماڳ تي پهچڻ لاءِ حيدرآباد کان ايندي سپرهاءِ وي تي 51-50 ميل پٿر کان 70 ڪلوميٽر، ڪراچي کان ايندي سپرهاءِ وي جي ميل پٿر کان 81 کان 82 ميل جي فاصلي تي آهي. هن قبرستان ۾ ٽي سؤ ٽيانوي چوکنڊي نموني جون پٿر جون قبرون آهن، جن تي مختلف نموني جي اکر ۽ لکتون وغيره آهن. قبرن جي مختلف ميڙن کي مختلف نالن سان سڏيو وڃي ٿو. ڏکڻ کان اوڀر واري گروپ کي رانکن وارو يا محمود جو قبرستان، ڄام لوهار جو قبرستان بونيشن وارو قبرستان. اتر ۽ اتر اوڀر واري قبرستان جو ڀاڱو ڪجھ وڌيڪ پراڻو آهي. جڏهن تہ ڄام لوها وارو حصو ڪجھ پوءِ جو لڳي ٿو. قبرستان 16 صدي عيسويءَ کان ارڙهين صدي عيسويءَ جو لڳي ٿو. قبرستان لوهارائين، چٽن، ڀٽن ۽ خاصخيلي قبيلي سان واسطو رکندڙ ماڻھن جو آهي. قبرستان جا بہ وڏا گروپ لوهرين، جيڪي برفت آهن، سان واسطو رکن ٿا. ڄام لوهار برفتن جو وڏو هو. سندس وفات کان پوءِ ڄام آري جي مٿان پڳ آئي. ملڪ سڪندرخان کان پوءِ ملڪ اسد سڪندرخان جي مٿان پڳ آهي، جيڪي ٿاڻي احمد خان ۾ ويٺل آهن. اتر طرف هڪ قبر تي لوهر علي نهمردي لکيل آهي. نهمردي يا نومڙيا اصل ۾ سما ذات جي شاخ جوکين مان آهن.

ملڪ هارون جو نالو تاريخ ۾ اورنگزيب جي زماني ۾ اچي ٿو هڪ قبر ايسب خان جي آهي، جيڪو راجپوتانہ کان آيو ۽ مڪران ۾ رهيو. اهو ضروري ناهي تہ اهو ساڳيو ايسب خان هجي. ڪجھ نالا جهڙو ملڪ احمد خان ملڪ سردار خان وغيره پڻ برفتن جا وڏا هئا، جيڪي هتي پوريل آهن. برفتن جا قبرستان ملير، منگھوپير ۽ ٻين هنڌن تي بہ آهن.

قبرون کي ساديون تہ ڪن تي اکر ٿيل آهي. ٻن کان وٺي سورنهن پٿرن جي سليبن تائين قبرون ملن ٿيون، جيڪي مٿاڇري کان 12 فوٽ مٿي آهن. هتي پورڻ جو نمونو ٽن طريقن جو ملي ٿو. هتي ڪن قبرن ۾ هڪ کان مٿي مردن پورڻ جو پتو پوي ٿو، جو هڪ کان مٿي هڏاوان، پڃرا مليا آهن. ڪن قبرن ۾ ٺڪرائو ۽ اناج جا داڻا بہ مليا آهن. هڪ کان وڌيڪ پوريل مردن واريون 31 قبرون آهن.

هي قبرستان ڪيترن ئي ايڪڙن تي ڦهليل آهي. 1991ع ۾ جنرل محمد ضياءُ الحق جي حڪم تي هن قبرستان تي 5 لک روپيا خرچ ڪري، ڪريل قبرستان جي صليبن کي ٻيهر جوڙي قبرون ٺاهيون ويون ۽ پڻ جھنگ وغيره صاف ڪيو ويو.

**ٽونٽري:** ٻن مان ٺهيل پڙڇ، جيڪو پٽ يا ڪٽ تي وڇائڻ جي ڪم اچي، منڇر ۽ ٻين ڍنڍن تي رهندڙ ملاح جوڙيندا آهن. ٻن مان ٺهيل ٽونٽريون ڍير

مان ٺهيل تونئرين کان وڌيڪ جٽادار، سهڻيون ۽ مهانگيون هونديون آهن. تونئري گهڻو ڪري ساڍا چار فوٽ کان پنج فوٽ ڊگهي ۽ اڍائي کان ٽي فوٽ ويڪري هوندي آهي. ڪندن تي پچاڙڪا منڍيا يا مچا ۽ پاسن کان ور ور ۽ ٻيڻ ڏنل هوندا آهن. سڀ کان اول ٻن کي وٽي سنهيون رسيون ٺاهين ننڍڙين ڪلين ۾ تونئري پاٽاربي آهي. جيئن تاڃي ڪڍجي. پوءِ هٽ سان مرد، ٻار توڙي عورتون ٻن کي وڌائينديون. ڏينهن ۾ هٽ ڏيڍ تونئري مس وڌائي سگهبي آهي. مچا وڏڻ لاءِ ڪاتيون ڪم اچن. ڏير جو تيلو ٻن جي تيلي کان ڪي ٿلهو ۽ اٽيو هوندو آهي. ان لاءِ ٻن جي جي مقابلي ۾ جلد ٽڙڪيو پوي. پر ٻن جو تيلو سنهو، سهڻو ۽ پائيدار ٿئي. ان لاءِ گهڻو ڪري ٻن جو تونئريون پسند ڪيون وينديون آهن. غريب غربو ڏير جي تونئري به خريد ڪري ٿو تونئري جي خوبصورتيءَ لاءِ پاسن کان سٽ جا ننڍا ننڍا ڦندڻ به ٽاڪيندا آهن. ڪن تونئرين تي ستارن جي جڙاوت به ٿئي. گهڻو ڪري اونهاري ۾ کٽن تي وڇائي ويندي آهي ۽ سنڌ جي ثقافت جو شان ليکجي ٿي. هي سنڌي ثقافت جو خوبصورت وڇائو ڪيمخوابي چادرن ۽ غاليچن کان نرم ۽ ٿڌو آهي. نماز لاءِ مصلا به تونئري مان ٺاهيندا آهن. بعضي جڳهين ٺاهڻ ۾ به ٽئونريون ڪم اينديون آهن. تونريون درين ۽ درن جي ڍڪ جو ڪم به ڏين ٿيون.

هن وقت سنڌ ۾ پاڻيءَ جو ڪال آهي، ٻن جي پيداوار نه جهڙي آهي. ان لاءِ تونئرين جي صنعت تباهه حال آهي. جو ٻن جو ٻوٽو صرف مٺي پاڻيءَ جي ڍنڍ ۾ ٿيندو آهي.

**تون ٿي منهنجي شاعري** (ڪتاب): هي ڪتاب ناليواري شاعر شيخ اياز جي چونڊ بيتن تي مشتمل آهي ۽ اِها چونڊ ۽ ترتيب ناميار شاعر ڊاڪٽر ادل سومري ڊائريڪٽر شيخ اياز چيئر ڪئي آهي. پاڪيٽ سائيز ۾ ڇپيل هن ڪتاب کي شيخ اياز چيئر، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور ميرس مارچ 2007ع ۾ شايع ڪيو آهي. ڪچي جلد جي 92 صفحن تي مشتمل هِن ڪتابڙي جي قيمت 100 روپيا آهي.




**تُهائو** (ننڍو) Little Grebe (Dabchick)/*Tachybaptus ruficollis*: ڍنڍن ڍورين جي دنيا جو هي پکي 23 سينٽي ميٽر جسامت جو آهي. نر ۽ مادي هڪجهڙا ٿين ٿا. ننڍڙو پکي آهي ۽ ترندڙ پکين ۾ سڀ کان ننڍو ليکيو وڃي ٿو. ٻت ۾ نرم، پريل، ٻي پڇو آهي ۽ چهنب ننڍي نوڪدار اٿس. ان جا ڪنپ لڳ جي مند ۾ رنگ بدلائيندا آهن. لڳ وقت ان جا ڳل ۽ ڳچي سروٽي ڳاڙهي ٿي ويندي آهي ۽ چهنب جي پاڙ وٽ هيڊو نشان ظاهر ٿي پوندو آهي. لڳ کان علاوه مند ۾ ناسيٽڙا ڦڪا ڳل ۽ پاسڙا هوندا اٿس. هي مٺي پاڻيءَ تي رهڻ پسند ڪري ٿو ۽ مقامي پکي آهي. لڳ جي مند ۾ ان جي ٻولي تکي لرزڻي لهردار ۽ خطري مهل تکي "وِٽ ..... وِٽ ....." هوندي آهي. اڪثر اڪيلو يا جوڙيءَ ۾ هوندو آهي ۽ لڳ جي مند ۾ آبي گاهه ۾ رهندو آهي. ان کان پوءِ ڪليل پاڻيءَ تي ڍنڍن، تلائن، حوضن، ڪڏن ۽ گهٽ رفتار درياهه ۾ نظر ايندو آهي.



**تَهَجُد**: لفظي معنيٰ "سمهڻ ۽ جاڳڻ". شرعي اصطلاح ۾ اڌ رات ۽ فجر جي وچ ۾ نفل نماز پڙهڻ کي "تهجد" چون ٿا. هيءَ نفلي نماز آهي. هن ۾ وڌ ۾ وڌ ٻارهن ۽ گهٽ ۾ گهٽ ٻه رڪعتون ٿين. قرآن مجيد ۾ خاص طور تي هن نماز بابت ترغيب ڏنل آهي ۽ حديثن مان به ثابت آهي ته هيءَ نماز قربِ الاهيءَ جو ذريعو آهي.

**تهخانو**: زمين ۾ اندر ٺهيل ٻهرو. گهر ۾ ٺهيل زميني ڪوٺي وغيره. جنهن ۾ خاص شيون سنڀالي رکجن. محلاتن ۾ اڪثر تهخانا ۽ توشاخانا زير زمين هوندا هئا.

**تهذيب**: جيتوڻيڪ اڪثر عالم ثقافت ۽ تهذيب ۾ فرق ڪرڻ مناسب نٿا سمجهن يا وري ڪو وڏو فرق نٿا سمجهن، پر ڪيترا عالم ٻنهي ۾ فرق ڪن ٿا. ڪن عالمن پنهنجي پنهنجي سوچ مطابق وصفون بيان ڪيون آهن. هڪ وصف آهي ته پورهئي جي ورڇ ۽ ان جي نتيجي ۾ ماڻهن جا هڪ ٻئي سان لاڳاپا، عوامي اجتماعي پيداوار، جيڪا سيني طبقن کي ملائي ترقيءَ جي رفتار ۾ واڌاري جو سبب توڙي فني، صنعتي، فڪري، آدرشي انقلاب جو ڪارڻ بنجي، تنهن کي تهذيب چئبو ڪن جو خيال آهي ته ثقافت ۾ لکت جو اضافو تهذيب آهي. ثقافت وانگر تهذيب کي انساني پيداوار (Production) يا تخليق (Creation) سمجهڻ مناسب نه آهي. تهذيب ثقافت جي معياري پاسن يا پيداوار (ٻولي، لکت، فن، فڪر، آدرش، ڪاريگريءَ) جي سڌريل ۽ معياري صورت جو نالو آهي. تهذيب، ثقافت جي انهي پيداواري يا تخليقي حصي کي چئبو، جيڪا عوامي پسند ۽ پلائي لاءِ، هجي ۽ اڪثر ماڻهوان جي پذيرائي ڪندي سهمت هجن.

عربستان جي ريگستان مان نڪري، سامي قبيلا عراق جي دجلا، فرات واديءَ ۾ سمير جي مهذب ملڪ، ملڪيت ۽ وسيلن جا مالڪ بنيا. اهو تقريباً 4000 ق.م کان 3500 ق.م جو زمانو هو هن علائقي ۾ 4000 ق.م کان پهريائين اڪاد/ اغاض (Akkad) پوءِ بابل جي تهذيب اسري، بعد ۾ آشورين (Assyrian) ۽ پوءِ ڪالدانين (Chaldean) هتي قبضو ڪيو. تقريباً 2500ق.م کان پوءِ امورين (Amorities)، ڪنعانين (Canaanities) ۽ فنيقين (Phoenicians)، شام ۽ لبنان سميت سموري زرخيز متمدن ۽ مهذب علائقن تي حڪومت ڪئي. اٽڪل 1500ق.م ڌاري آرميني (Aramaenes) شام ملڪ ۾ ۽ عبراني (Hebrew) قوم فلسطين ۾ آباد ٿي. اولهه ايشيا ۾، شام، فلسطين عربستان ۽ عراق جا ملڪ مختلف سامي قبيلن جي قبضي هيٺ رهيا. حقيقت ۾ سامي تهذيب ۽ وحدانيت جي مذهبن جا بنياد عربستان جي سرزمين ۾ ملي سگهن ٿا. جتان تاريخ جي لڏپلاڻ واري اصول هيٺ اهي بنياد پکڙجي ٻين ملڪن ۾ اسريا. يمن مان سامي نسل جا ابا ڏاڏا ڳاڙهو سمنڊ ٽپي آفريقا جي اٿيوپيا (حبش) جي علائقي ۾ آباد ٿيا ۽ هڪ ڌار تهذيب جو آغاز ڪيائون. نسل ۽ ٻولين جي بنياد جي لحاظ کان سامي، يا سيميٽڪ (Semetic) لفظ جو تعلق جن قومن ۽ زبانن سان ظاهر ڪيو وڃي ٿو. اهي مصر، ميسوپوٽيا ۽ سنڌو ماٿري، دنيا جي قديم ترين تهذيبن جا مشهور علائقا آهن. سنڌو ماٿري جو

علائقو آثار قديم جي تحقيقات مطابق عربي سمنڊ جي ڪناري سان ڪراچي کان 348 ڪلوميٽر اولهه طرف "سوتڪاجندور" (Sutkagen Dor)، اتان اتر-اوڀر طرف "سملا" ڀهاڙين جي دامن ۾ اٽڪل 1409 ڪلوميٽر روپڙ (Rupar) تائين، جتان ڏکڻ طرف، ڪراچي کان 8.5 ڪلوميٽر ڏکڻ- اوڀر ۾ الهندي ڪناري سان "ڪمبي جي نار (Gulf of Cambay) تائين ۽ اوڀر طرف، دهليءَ کان اتر ۾ 48 ڪلوميٽر جمنا وادي اندر، سنڌو ماٿري جي تهذيب جا ڀيتي آثار مليا آهن.

سنڌ، پنجاب ۽ بلوچستان جي هن وسيع تهذيبي علائقي ۾ سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب کان اڳ جا آثار قديم پڻ معلوم ڪيا ويا آهن. قديم بستيون نروار ڪيون ويون آهن. جن ۾ سوتڪاجندور، سوتڪا ڪوهه، بالاڪوٽ، ٽاٽو بولا خان، ڪرچات، شاهه جو ڪوٽلو الهڏنو گوٺ (لڳ ڪراچي)، ڏلهه، آمري، چانهو دڙو، ڊمب، ٻٺي، گوربندي، غازي (گاجي) شاهه، لوهري، گوٺ علي مراد، منو ديهٽو، واهي پانڌي، لوهم جو دڙو، ڪوٽڏيجي، ڪوتاسر، شاهه ديفزئي، ميهي، مهر ڳڙهه، موئن جو دڙو، وغيره اوائلي سنڌ جي علائقي ۾ واقع آهن. بهاولپور رياست (ڏکڻ پنجاب) ۾ يارهن پراڻا پڊ، پوءِ سانڊن والا کان ڪالي بينگن تائين ست آثار قديم جتان اتر طرف سنڌو ماٿري جو وچايل درياهه سرسوتي، يا گهگهر-هاڪڙو وهندو هو. اتان اتر-اوڀر طرف روپڙ (Rupar) يا ڪوٽلا نهنگ خان جا قديم آثار آهن. جنهن جي اتر ۾ راويءَ درياهه، جنهن تي موجوده شهر لاهور آباد



آشورين (Assyrian)

آهي ۽ قديم زماني ۾ ٿورو هيٺ راوي جي ساڄي ڪپ تي "هڙپا" جو مهذب شهر آباد هو روپڙ جي اتر- اولهه ۾ "بياس" ندي وهندي هئي. "هڙپا" جي ڏکڻ، اولهه طرف راوي ۽ جهلم ندين جو سنگم هو اتان هيٺ گڏجي هيٺ سنڌو نديءَ ۾ پرتي ٿينديون هيون. اتان اتر-اولهه طرف بلوچستان جي موجوده علائقي ۾ ڪوئيٽا جي اوڀر طرف "دبر ڪوٽ" جو مضبوط قلعو هو اتان سر اتر "ژوب" ندي وهندي هئي.

سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب سمير ۽ ميسوپوٽيما جي قديم تهذيبن سان حيرت انگيز طور هڪ جهڙائي ڏيکاري ٿي. ترقي يافته شهري زندگي، چڪ تي مٽيءَ جا ٿانو ناهڻ جو هنر، ڪورن ۽ پڪين سرن جو استعمال، ٽامي ۽ ڪانجهي مان ٺهيل ڪاٺ پيڻ جا ٿانو ۽ تصويري رسم الخط ٻنهي قديم تهذيبن، سنڌو ماٿري جي تهذيب ۽ سميري-اڪادي تهذيب جا عام عنصر آهن. ايلام ۽ ميسوپوٽيميا جي قديمي علائقي مان موهن جي دڙي جهڙيون ٻه مهرون هٿ آيون آهن ۽ موئن جي دڙي جي لپي ساڳي چيري (Cuniform) لپي آهي، جيڪا ايلام ۽ ميسوپوٽيميا ۾ استعمال ٿيندي هئي. اهي ٽي قديم تهذيبون الڳ طور تي ايرين يا هڪ ٻئي جون شاخون هيون، اهو سوال حل نه ٿيو آهي. ٻيو اهم سوال هي آهي ته قديم سنڌي تهذيب جو هندي آرين جي ويدانيتي تهذب سان ڪهڙو تعلق رهيو آهي؟ بظاهر ٻنهي تهذيبن ۾ نمايان فرق نظر اچي ٿو قديم سنڌي تهذيب، سڌريل شهري زندگي جي عڪاسي ڪري ٿي، جڏهن ته ويدانيتي هندو آريائي تهذيب وسيع طور تي ٻهراڙيءَ جي زندگي سان وابسته آهي. آريا لوهه جي



مصر جا اهرام

استعمال ۽ جنگي اوزارن ٺاهڻ ۾ پڙ هئا. جڏهن ته سنڌي انهن کان ناواقف هئا. آرين گهوڙن جو ۽ سنڌين انن جو استعمال ڪيو ٿي. مذهبي عقيدن ۽ ريتن رسمن ۾ پڻ نمايان فرق معلوم ٿئي ٿو ويدانيتي آريا ڳئون جي پوڄا ڪندا هئا ۽ سنڌي ڏاند (ڍڳي) جا پوڄاري هئا. سنڌين جو شو مهراج ۽ ماتا ديوي آرين جي مذهب ۾ موجود نه هئا ۽ اهي لنگ پوڄا جي سخت خلاف هئا. اهڙي طرح قديم سنڌي تهذيب ويدانيتي هندو آريائي تهذيب کان مختلف ۽ انهيءَ کان آڳاٽي هئي. سنڌي تهذيب ٽئين سهسر ق.م سان تعلق رکي ٿي ۽ آريائي تهذيب جو تعلق ٻئي سهسر ق.م سان آهي. تاهم اهو زماني جو تعين حتمي نه آهي، ڇاڪاڻ ته ڪجهه محقق رگ ويد جو زمانو ٽي هزار ق.م کان اڳ ڄاڻائين ٿا. بهرحال ايئن چئي نه ٿو سگهجي ته هندي آريائي تهذيب مان هند-سنڌ جون باقي تهذيبون اسريون آهن. قديم سنڌي تهذيب جو برصغير جي باقي تهذيبن جي اسرڻ ۾ نمايان ڪردار نظر اچي ٿو.

**تهذيب الاخلاق** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب اصل ۾ هڪڙي قديم، چيني عالم ۽ حڪيم جو لکيل هو. جنهن جي انگريزيءَ ترجمي تان مرزا قليچ بيگ سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو. هن ڪتاب جو اصل نالو لفظي معنيٰ موجب "قانون حيات" هو. هن ڪتاب ۾ جيڪي اخلاقي اشارا ۽ حقيقي نڪتا ڏنل آهن. اهي هر قوم ۽ هر مذهب لاءِ ڪارائتا آهن. سنڌي ٻوليءَ ۾ اخلاق جي سکيا بابت هيءَ هڪ بنيادي ڪتاب آهي، جنهن ۾ سادي ۽ وڻندڙ ٻوليءَ ۾ اخلاقي تعليم ڏني وئي آهي.



تهذيب اخلاق

(انگريزيءَ تان ترجمو ٿيل)

شمس العلماء مرزا قليچ بيگ مرحوم

ڇاپيندڙ

آر. ايڇ. احمد اينڊ برادرس

ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب جا 132 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو اٺ آنا ڄاڻايل آهي. ڇاپو پهريون، مسلم ادبي سوسائٽي، حيدرآباد، مان سال 1925ع ۾ ڇپيو ڇاپو ٻيو چندن پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان 1941ع ۾ ڇپيو. ٽيون ڇاپو محمد صديق ميمڻ، مسلم ادبي پريس مان 1943ع ۾

ڇپايو. جوٿون ڇاپو، آر. ايڇ. احمد ائنڊ برادرس، اماميہ پريس، حيدرآباد مان 1954ع ۾ ڇپايو. هن ڪتاب جو پنجون ڇاپو سال 1959ع ۾ ۽ ڇهون ڇاپو 1962ع ۾ پڻ ڇپيو.

**تهذيب السلام رضوي:** ليکڪ ۽ صحافي سيد تهذيب الاسلام 10 نومبر 1947ع تي جيڪب آباد ۾ سيد الحسن رضوي جي گهر ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم ۽ سيڪنڊري تعليم جيڪب آباد مان ورتائين. 1975ع ۾ ايل. ايل. بي، 1980ع ۾ ايم. اي (سياست) ۽ 1983ع ۾ ايم. اي صحافت ۾ ڪيائين. ڪيس ننڍپڻ کان ئي لکڻ جو شوق هو. ادب سان لڳاءَ سبب ننڍي عمر ۾ ئي "تهذيب" نالي هڪ 15 روزه رسالو جاري ڪيائين، جنهن جا ڪجھ پرچا شايع ٿيا، پر ننڍي عمر هئڻ سبب ڪيس ڊڪليريشن نہ مليو ۽ رسالو ڪجھ وقت کان پوءِ بند ٿي ويو. 1974ع ۾ روزانہ "نواءِ سنڌ" اخبار جيڪب آباد مان جاري ڪيائين، جيڪا اڃا تائين جاري آهي. 1984ع ۾ اي. پي. پي ۽ ڪراچي ٽي. وي جو نمائندو مقرر ٿيو. سندس صحافتي خدمتن طور ڪيس ڪيترائي اوارڊ مليا آهن. هو فيض اڪيڊميءَ جو نائب صدر آهي ۽ ڊسٽرڪٽ يونين آف جرنلسٽس جو صدر پڻ رهيو آهي. صحافت کان سواءِ هو وڪالت جي پيشي سان بہ وابستہ آهي. هن وقت جيڪب آباد ۾ رهائش پذير آهي.

**تهذيب جي ڪهاڻي (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب ايم. اي. ايڇ انصاريءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 112 صفحا آهن ۽ قيمت 3 رپيا اٺ آنا رکيل آهي. ان جو ڇاپو ٻهريون، ڪراچي بوڪ سينٽر، خادميہ پريس، لاڙڪاڻي مان سال 1960ع ۾ ڇپايو.

**تهذيب و تمدن (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب قاضي عبدالعليم جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 331 صفحا آهن ۽ قيمت 3 رپيا 90 پئسا رکيل آهي. ان جو ٻهريون ڇاپو اداره علم و دانش، حيدري پريس، حيدرآباد مان سال 1965ع ۾ ڇپايو.

ساڳئي نالي سان هڪ ٻيو ڪتاب بشير احمد قريشيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 92 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو پنجاهہ پئسا رکيل آهي. ان جو ٻهريون ڇاپو ، نسيم بوڪ ڊيپو، حيدرآباد سال 1968ع ۾ ڇپايو.

**تهران:** ايران جو تخت گاهہ، جنهن جو اصل عربي نالو 'طهران' هو. جيڪو فارسي ٻوليءَ ۾ مٽجي "تهران" ٿيو. هيءُ شهر پنهنجي وجود ۾ اچڻ کان ٿي انقلابن جي زد ۾ رهيو آهي. موجوده وقت ۾ تهران جي وڏي خوبصورتي اُتي جون عمارتون آهن، جن ۾ باغ ۽ گل ڦل آهن. شهر جي چوڙاري محل ۽ ڪشاديون جايون آهن، جيڪي قاچاري فن تعمير جون شاهڪار آهن. 1915ع تائين سڄي ايران ۾ هڪڙي ئي "تهران ريلوي لائين" هئي. ان زماني ۾ تهران، ايران ۾ مرڪزي حيثيت رکندو هو. مهرآباد (تهران جي الهندي طرف 5 ميلن جي پنڌ تي) هن وقت هڪ بين الاقوامي هوائي اڏو آهي، جيڪو دنيا جي وڏن اڏن سان ڳنڍيل آهي. ايران جي ملڪي نظام ۾ تهران جي حيثيت مرڪزي آهي. سال 1875ع ۾ ايران ۾ گئس جو ۽ 1905ع ڌاري بجليءَ جو استعمال شروع ٿيو. پهلويءَ حڪومت جي دور ۾، شهر اندر عوامي ڀلائيءَ جا ڪيترا ڪم شروع ٿيا. هن وقت تهران جي آدمشماري ڪروڙ کان وڌيڪ آهي. (وڌيڪ ڏسو: ايران)




**تَهري:** منوبّت. (تفصيل لاءِ ڏسو تاهري/ تهري). اهو منوبت جيڪو چانور ۽ ڳڙ مان تيار ڪيو وڃي، ان کي تهري چئبو آهي. تهري اڪثر درگاهن تي مراد پوري ٿيڻ بعد پڻ ورهائي ويندي آهي ۽ تيز سيءَ ۾ چانور، ڳڙ ۽ سڪي ميوي مان تيار ڪري پڻ کائبي آهي تہ جيئن سيءُ گهٽ محسوس ٿئي.

**تهمينہ سومرو:** ناميارو تعليمي ماهر ۽ استاد تهمينہ سومرو، سنڌ يونيورسٽيءَ جي اڳوڻي وائيس چانسلر پروفيسر محمد الياس جي ڌيءَ آهي. 15 جنوري 1951ع تي ڪراچيءَ ۾ ڄائي. ثانوي ۽ اعليٰ ثانوي تعليم پوري ڪرڻ کان پوءِ هن سنڌ يونيورسٽيءَ مان بي. ايس سي ڪئي. پڙهائڻ جي شعبي کي ترجيح ڏيندي تعليمي ميدان ۾ قدم رکيائين. هن وقت بيڪن هائوس هاءِ اسڪول قاسم آباد حيدرآباد، ۾ پرنسپال جي حيثيت سان خدمتون سرانجام ڏئي رهي آهي.

**تهمينہ مفتي:** شاعره، ڪهاڻيڪاره ۽ محقق ڊاڪٽر تهمينہ مفتي، 7 جنوري 1953ع تي، نوابشاهہ شهر ۾ ڄائي. سندس تعلق شڪارپور جي مشهور مفتي خاندان سان آهي. سنڌ يونيورسٽيءَ مان سنڌي ادب ۾ ايم. اي ڪرڻ کان پوءِ "سنڌي ڪهاڻيءَ جو سماجي ڪارج" عنوان تي مقالو لکي، 1995ع ۾ پي. ايڇ. ڊيءَ جي ڊگري حاصل ڪيائين. هن وقت سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي ۾ پروفيسر جي عهدي تي ڪم ڪري رهي آهي. سندس شاعري ۽ ڪهاڻيون مختلف رسالن ۾ شايع ٿينديون رهنديون آهن. شاهہ لطيف جي فن ۽ فڪر تي پڻ سندس ڪيترائي تحقيقي مقالا ڇپيل آهن.



تهمينہ مفتيءَ جي ڪهاڻين جو مجموعو 'ڪٿا اپ ڪٿا'، سينٽر فار پيس ائنڊ سِول سوسائٽي حيدرآباد طرفان 2007ع ۾ ڇپرايو ويو آهي. ان ڪتاب ۾ ڊاڪٽر تهمينہ جون ئي پراڻيون ڪهاڻيون ۽ باقي نيون ڪهاڻيون ڏنيون ويون آهن، جيڪي وقت گذرڻ باوجود نڪور لڳن ٿيون. هنن ڪهاڻين ۾ جيڪو سماجي منظر پيش ڪيو ويو آهي، اهو اڄ بہ نظر اچي رهيو آهي. ڪتاب ۾ ڪل ست ڪهاڻيون آهن، جن مان هڪڙي ڪهاڻي ترجمو ٿيل آهي. ڪتاب جو مهاڳ نوجوان دانشور جامي چانڊيي لکيو آهي.

سندس شادي ڪيمسٽري ڊپارٽمينٽ سنڌ يونيورسٽيءَ جي ڊاڪٽر پروفيسر سڪندر علي ميمڻ سان ٿيل آهي ۽ هن وقت، سنڌ يونيورسٽي ايمپلائيز ڪوآپريٽو هائوسنگ سوسائٽيءَ جامشوري ۾ رهائش پذير آهي.

**ٿُهي:** اسپنگر/ اسپغول جي داڻن جي پيٺل ڇوري کي اسپنگر جي ٿُهي چئبو آهي. طبي لحاظ کان هن جا گهڻائي فائدا آهن. اسپنگر يا اسپنگر جي ٿهي اڪثر پيٽ جي بيمارين کي ختم ڪرڻ لاءِ مفيد آهي.

**ٿهي تڪر:** هي تڪر سمنڊن ۾ مادي جي تهن جا ٺهيل آهن. جن ۾ مٽي، گپ ۽ بجري وغيره هوندي آهي. درياهن جي پاڻيءَ سان گڏ لٽ ۽ ٻيو مادو سمنڊن ۾ پهچندو آهي، جتي ڪيميائي شيون انهن تهن کي پاڻ ۾ گڏي نهري شڪل ۾ آڻين ٿيون. پاڻيءَ ۾ حل ٿيندڙ مادا مثلاً: لوڻ ۽ ڪئلشيم جا مرڪب، تهن ۾ ويهي تهدار تڪرن جي شڪل وٺن ٿا. تهدار تڪرن ٺاهڻ ۾ آبي جانور به مدد ڏين ٿا. مرڻ کان پوءِ جانور ۽ ٻوٽا تري ۾ گڏ ٿيندا رهن ٿا ۽ سندن ئي جسمن جو ڪئلشيم ڪاربونيٽ پنهنجي ئي وزن هيٺ جمي وڃي ٿو ۽ ٿهي تڪر ٺهي پوي ٿو.

**تياڳ پتر:** سکن جي مذهب ۾ طلاق کي تياڳ چوندا آهن. هڪ سک فرقي وٽ طلاق جائز ناهي ۽ زال مڙس جو رشتو تاحيات اڻ ٽٽ رهندو آهي. سکن جو ٻيو فرقو ضرورت ۽ مجبوريءَ تحت طلاق ڏيڻ جي حق ۾ آهي. هن طلاق جو سڀ کان وڏو شرط زال مڙس مان ڪنهن به هڪ جو بدڪار ٿيڻ آهي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو سک ڌرم ڇڏي ته ان صورت ۾ به تياڳ پتر ڏنو ۽ ورتو ويندو آهي. اهو به ضروري شرط آهي ته تياڳ سنگت جي ذريعي ٿئي. تياڳ پتر کان پوءِ زال مڙس ۾ سنگت جي فيصلي کان سواءِ ٻيهر ازدواجي تعلقات قائم نٿا ٿي سگهن. جيڪڏهن ڪو سک پنهنجي نيڪ ڪردار زال کي بي سبب تنگ ڪري ته زال سنگت جي ذريعي انصاف جي حقدار هوندي آهي ۽ آزاد ٿي ٻي شادي ڪري سگهي ٿي.

**تيبر:** جوکين جي هڪ قبيلي جو نالو جنهن جا خاص پاڙا: آري، ٻجار، چوهڙ، قادر، ڪالو، ميرڻ پوٽا، مريد ۽ ساتل آهن.

**تيتري:** ڪوجن (خوجن) جي هڪ پاڙي جو نالو.

**تيتري[2]:** ضلعي نوشهري فيروز ۾، پڊعيدن سرڪل ويجهو هڪ ديهه جو نالو. جهنگ ۽ ساوڪ جي ڪري هن علائقي ۾ تترپکي تمام گهڻا ٿيندا آهن. ان ڪري هن ديهه جو نالو ئي 'تيتري' پئجي ويو. هن ديهه ۾ 'رمضان ميبجو'، 'الهه جوايو ينگو'، 'ربن خاصخيلي'، 'جاني مري'، 'اڪرم مري'، 'اوٺو گهيڙ'، 'فاضل جي واند'، 'نوبت مري'، 'اصغر ميبجو' ۽ 'ميرمحمد لاشاري' ڳوٺ آباد آهن.

**تيجاڻي، نعيم:** نعيم جمع تيجاڻيءَ جو تعلق ڪنهن ادبي خاندان سان نه هو. ڪراچيءَ جي علائقي کارادر ۾ ننڍڙي ڪاروبار ڪندڙ هڪ خاندان سان هو. مئي 1936ع ۾ جنم وٺندڙ نعيم ڪراچي شهر ۾ ئي ابتدائي تعليم حاصل ڪئي ۽ 1957ع ۾ سينٽ جوزف ڪاليج مان گريجوئيشن ڪيائين. جتي سندس مکيه مضمون رياضي ۽ انگريزي هئا. ان ڪانپوءِ سنڌيءَ ۾ ماسٽرس ڪيائين. ڪيس اسڪول جي ڏينهن کان وٺي پڙهائڻ جو شوق هو ۽ سندس اها خواهش ان وقت پوري ٿي، جڏهن هوءَ 1972ع ۾ پي. اي. سي. ايڇ ڪاليج ۾ سنڌيءَ جي ليڪچرار مقرر ٿي. جتي هوءَ رٽائرمنٽ تائين رهي. پنهنجي پڙهائيءَ واري عرصي دوران هوءَ بهترين استاد ۽ شاگردن جي شفيق گائيڊ رهي.

هن نثري تحريرن ۽ تحقيق ۾ پنهنجي صلاحيتن مطابق ادبي موضوعن ۽ سماجي مسئلن جي چونڊ ڪئي ۽ سندس لکڻيون وڏن رسالن ۽ مخزنن ۾ شايع ٿيون. شخصي طور هوءَ ٿڌي طبيعت جي مالڪ رهي ۽ خاموش ۽ نرم لهجي واري عورت هئي. هن وٽ زندگيءَ جو مختلف تصور هو انساني رشتن جي اعليٰ قدرن ۽ سچائيءَ ۾ يقين رکندي هئي. سخت محنت ۾ ويساهه رکندي هئي. هن مرزا قليچ بيگ تي پي. ايڇ. ڊي ڪرڻ لاءِ گهڻي محنت ڪئي، پر ڪن سببن جي ڪري اهين نه ڪري سگهي. هوءَ پڙهائيءَ جي آخري ڏينهن ۾ هن عظيم عالم بابت مواد جي ڳولا ۾ برطانيه تائين به وئي، پر خراب صحت جي ڪري پنهنجي ذميواري پوري ڪري نه سگهي ۽ پندرهن ڏينهن اندر پاڪستان موٽي آئي. نعيم کي ادبي تاريخ ۾ نه رڳو ليکڪا طور پر هڪ اهڙي شخصيت طور ياد رکيو ويندو، جنهن پنهنجي زندگي انساني قدرن ۽ وسيع تصور لاءِ وقف ڪري ڇڏي هئي. نعيم تيجاڻيءَ هارن جي ادب تي به ڪافي تحقيق ڪئي. هيءَ محنتي ليکڪا سيپٽمبر 2000ع ۾ گذاري وئي.

**تيج موٽومل پاڳچنداڻي، "قابل":** ڪهاڻيڪار ۽ مضمون نگار. تيج موٽومل پاڳچنداڻي 15 آگسٽ 1932ع تي دادوءَ ۾ ڄائو. تعليم ايم. اي هئس. بعد ۾ بي. ايڊ به ڪيائين. سنڌي ادب ۾ خاص ڪري ڪهاڻيءَ جي حوالي سان شهرت ماڻيائين. اسٽيج ناٽڪن ۾ پڻ ڪم ڪيائين. سندس ڇپيل ڪتابن ۾ "ننڍا چور، وڏا چور" (1946ع)، "اجر امر ويرتا" (1966ع) ۽ "تو مون کي سور ڏنا" مشهور آهن. 1980 واري ڏهاڪي ۾ حالتن جو شڪار ٿي، لڏي گانڌيڌام (ڪڇ) ڀارت وڃي آباد ٿيو.

**تيجو ديرو:** تعلقي ڳڙهي ياسين، ضلعي شڪارپور ۾ هڪ ديهه جو نالو. ساڳئي نالي سان انهيءَ ديهه ۾ هڪ ڳوٺ به موجود ڪونه آهي.

**تيجورام شرما:** "سناتن ڌرم سڀا پرچارڪ پتر" جو ايڊيٽر تيجورام شرما، 1873ع ۾ ڪراچيءَ ۾ ڄائو. مشن اسڪول مان مئٽرڪ پاس ڪرڻ کان پوءِ ڪجهه وقت آريا سماج اسڪول ۽ مشن اسڪول ۾ معلم جي حيثيت سان ملازمت ڪيائين. ان کان پوءِ بمبئي ڪمپني ڪراچيءَ ۾ ڪلارڪ جي حيثيت ۾ به ڪم ڪيائين. 1901ع ۾ سناتن ڌرم سڀا طرفان "پرچارڪ پتر"، نالي سان هڪ رسالي جو مدير مقرر ٿيو.

**تير:** (ڏسو: تيرڪمان)

**تيراني نئن:** تعلقي قنبر جي ديهه ۽ تپي جاگير جي هڪ مشهور نئن آهي. وسڪاري جي موسم ۾ هيءَ نئن پرياسي جي زمين ۾ سڃي آبادي ڪرائيندي آهي. هن نئن جي ڪڙ ۾ "عاشق جي ٽڪري" واقع آهي.

**تير پٽ:** نئن گاج بلوچستان کان جڏهن سنڌ ۾ داخل ٿئي ٿي ته هڪ سوڙهي لڪ مان لنگهڻ ڪري وڏو آواز ڪري گجي ٿي. ان ڪري مٿس 'گاج' نالو پيو. هوندڻ سندس نالو نئن "ڪولاچي" آهي. انهي لڪ کي "لوڙهه" سڏيندا آهن. جنهن جي هيٺان "ٽڪ ڪنب" (Thak Kunb) آهي، جيڪو اندازي موجب 7 فوٽ اونهو آهي. نئن گاج ڀهريان 18 ميل اوپر طرف وهي، ڏکڻ ڏانهن موڙ کائي ٿي. انهيءَ موڙ واري هنڌ تي آبپاشي کاتي وارن جا بنگلا ٺهيل آهن. انهيءَ جاءِ کان نئن گاج جبل ڇڏي ٽاڪرو ميداني علائقي ۾ وهڻ شروع ڪري ٿي. انهيءَ جاءِ تي بند (Dam) وانگر پٽ ٺاهي نئن جو منهن / پيٽ ايرندي طرف وڃڻ کان تبديل ڪري ڏکڻ طرف موڙيو ويو آهي. اها پٽ انگريزن جي دور ۾ سال 31-1930ع ۾ ٺاهي وئي هئي. انهي پٽ کي "تير پٽ" سڏين ٿا. هي پٽ اتر کان ڏکڻ طرف ڇهن ميلن جي فاصلي تائين نئن گاج جي پاڻيءَ جو رخ مٽائي ٿي. هن پٽ جي چوٽي 10 فوٽ ويڪري آهي. جڏهن ته بنيادن وٽ 54 کان 74 فوٽن تائين ويڪر اٿس ۽ 23 کان 30 فوٽ اونهي آهي. آر. ڊي ٻڙي کان نئن جو پيٽ 1600 فوٽن کان سرس آهي. هن پٽ ڏيڻ يا بند ٻڌڻ جا مقصد هئا: هڪ ته

ڳاج جي پاڻيءَ کي درست رستي تي هلائڻ ته جيئن ان مان مختلف واهه کوٽي ڪاڇي جي زمينن کي آباد ڪجي. ٻيو ته سکر بئراج واري ايراضيءَ کي نئن جي ٻوڏ کان بچائي سگهجي. اها پٽ ٺهڻ کان پوءِ به پيرا پچي چڪي آهي. جنهنڪري نئن جو پاڻي ميداني علائقن ۾ ڪاهي آيو هو ۽ خاص ڪري جوهي ۽ آسپاس جا علائقا ٻوڙي ڇڏيا هئائين. تير پٽ ٺهڻ ڪري ڊرگهه بالا، حاجي خان، سيوو جمالي، ٽنڊي رحيم، ڇني، واهي پاندي ۽ ٻين ڪيترن علائقن کي آباديءَ لاءِ ڳاج جو پاڻي ميسر آهي.

ڳاج اڳي ڇڙواڳ وهندي هئي، پنهنجي پراڻي وهڪري وسيلي وڃي سنڌو درياهه ۾ ڇوڙ ڪندي هئي، پر 1833ع ڌاري بئراج ٺهڻ بعد ڪنهن امڪاني خطري کي منهن ڏيڻ لاءِ ايف. پي. بند ٻيهاريو ويو. ساڳئي وقت ڳاج جي اصل وهڪري جو رخ موڙيندي ان جي منهن وٽ تير پٽ تعمير ڪئي وئي. تير پٽ ڳاج جي ورهين جي وهڪري جو رخ موڙي سول نئن ڏانهن ڪيو. ڳاج جي اتر کان ڏکڻ هڪ بند، ايڪٽيهه هزار فٽ ڊگهو، ٽيهن کان سٺ فٽ ويڪرو ۽ ارڙهن فٽ بلند ٻڌو ويو آهي. بند وٽان، نئن جي پاڻيءَ کي جدا جدا واهن مان وهايو ويو آهي.

**تيرٿ**: مندر وانگر تيرٿ آستان روحاني توڙي دنياوي زندگي ۾ اهم مقام رکي ٿو. تيرٿ لفظ جي معنيٰ آهي "چوُنڪ" يا "چو واٽو" يا ٽانگهو پاڻي، جتان جهاڳي منزل جي طرف وڃجي. پوڄاري پاڻ کي ڪنهن قوت جي قريب يا ڪن حالتن ۾ پاڻ کي ٻڏل محسوس ڪندو آهي.

تيرٿ ڪنهن رشي يا سنت جي نالي منسوب ٿيل جاءِ. ڪيترين حالتن ۾ قدرتي نظارن جي زيارت گاهه به هوندي آهي، جيڪا ڪا ندي، ڪو چشمو به ٿي سگهي ٿو. جتي ياتري اچي اشنان ڪري، پاڻ کي پوتر ڪندا آهن. تيرٿ ياتريءَ کي زندگيءَ جي سفر ۾ نرواڻ کي حاصل ڪرڻ لاءِ اتساهيندو آهي. جين ڌرم وارن وٽ به تيرٿ ٿين ٿا. ان جي ياترا هندو ڌرم وارن کان ڪي قدر مختلف آهي. جين ڌرم وارن جي تيرٿ ياترين کي تيرٿنڪرا چئبو آهي، جڏهن ته هندو ڌرم وارن جي تيرٿ ياترين کي تيرٿ پنٿي چون. تيرٿ ڪن ديوتائن، ديوين، سنتن ۽ مهاسنتن جي جنم ۽ ديهانت وارن هنڌن کي ڪوٺجي ٿو. اهي تيرٿ گهڻو ڪري ڏورانهن هنڌن، پاڻي يا قدرتي نظارن، چشمن وغيره جي ويجهو هوندا آهن. ياتري وڏو ڪشٽ ڪٽي اتي پهچي پوڄا پاٺ ڪندا آهن. هندستان ۾ ڪافي هنڌن تي تيرٿ موجود آهن. پر سنڌ ۽ بلوچستان جي حدن ۾ هنگلاج جو تيرٿ، لڪي ضلع ڄامشوري ۾ ڌارا تيرٿ ۽ ننگرپارڪر ۾ ساڙڌرو تيرٿ، سکر ضلعي ۾ ساڌ ٻيلو تيرٿ آستان آهن. جڏهن ته سکن جو وڏي ۾ وڏو تيرٿ آستان ننڪاڻه صاحب پنجاب ۾ موجود آهي. جتي هر سال هزارين ياتري اچن ٿا.

**تيرٿ جو تلاءُ**: هيءُ تلاءُ تعلقي قنبر جي ديهه جاگير جو هڪ قديم تلاءُ آهي. چون ٿا، ته هتي اڳ ڌرمي آستان ۽ زيارت گاهه هئي، جتي ٻوڌي مت ۽ هندو ڌرم جا ماڻهو پوڄا پاٺ ڪندا هئا.

**تيرٿداس گياني، سائين**: تيرٿداس جو جنم 1890ع ڌاري هڪ هندو واپاري ۽ شري منگهن مل ڏامي مل گيانچندائي جي گهر ۾ حيدرآباد ۾ ٿيو. هيءُ پنهنجي پيءُ جو وڏو پٽ هو. هن جي والد جي خواهش هئي ته سندس نينگر پڙهي لکي اعليٰ آفيسر بڻجي. هن شروعاتي تعليم حيدرآباد جي نوونديالہ اسڪول مان حاصل ڪرڻ کانپوءِ 1909ع ۾ لنڊن جو رخ ڪيو. جتان بئرسٽري جي ڊگري حاصل ڪري، سن 1914ع ۾ واپس پنهنجي وطن سنڌ موٽي آيو. هن کي جيتوڻيڪ والدين جي شفقت ۽ پنهنجي قابليت عيوض علمي طور ڪافي شين تي عبور حاصل هو. پر سندس طبع ۾ خلق خدمت جي جذبي سبب هن کي سرڪاري نوڪري توڙي وڪالت ڪرڻ ۾ ڪابه دلچسپي نه هئي. بلڪ ڏکويلن جي سيوا ڪرڻ ۽ خلق خدا جي خدمت ڪرڻ ۾ کيس روحاني سڪون ملندو هو. هن 1919ع کان گرهستہ آشرم ۾ رهندي گرونانڪ ويوجن جي خدمت ڪرڻ لڳو. ان دؤران حيدرآباد ميونسپل ڪاميٽيءَ جو ميمبر ٿي رهيو. هڪ ڀيري سنڌس دوست ديوان گهيمي مل کيس سچل سائين جي درگاهه تي درازا ۾ سچل سائين جي گادي نشين نانڪ يوسف جي جانشين سخي قبول محمد وٽ وٺي آيو. اتي ئي مٿس بيخوديءَ جي ڪيفيت طاري ٿي وئي. جنهن بئرسٽر مان بئراڳي بڻائي ڇڏيس. ۽ پاڻ دنيا جي شاهوڪاري، عيش عشرت، عهدا، گهر ٻار ڇڏي فقيري اختيار ڪيائين. نيٺ ورهاڱي باعث پنهنجو اصلوڪو ديس سنڌ کيس ڇڏڻو پيو ۽ هجرت ڪري هندوستان جي شهر بنارس ۾ وڃي رهائش اختيار ڪيائين ۽ ڌيان گيان ڪندي هي فقير منش گياني 1953ع ۾ مدراس ۾ وفات ڪري ويو.

**تيرٿ داس هوتچند، واڌواڻي**: دادا تيرٿ داس هوتچند واڌواڻي، حيدرآباد سنڌ ۾، 4 جون 1906ع تي ڄائو. سنڌ سرڪار جي روينيو کاتي ۾، مختيارڪاريءَ جي عهدي تان، 1953ع ۾ رٽائر ڪرڻ کان پوءِ، وڪالت شروع ڪيائين. فوجداريءَ قانون جو ماهر وڪيل هو. هن لطيف شناسيءَ تي انگريزيءَ ۾ هيٺيان چار ڪتاب لکيا:

(1) The Song of Kinjhar Lake.

(2) Shah Latif: An introduction to His Seven Singing Stories.

(3) The Song of the Necklace.

(4) The Song of Songs.

زندگيءَ جي آخر تائين، لطيف شناسيءَ تي، علمي ۽ ادبي تحقيق جي ڪم ۾ مصروف رهيو. شاهه جي شاعريءَ جي سنگيت جي خيال سان هن نوٽيشن ڪئي. دادا تيرٿ دادي ليلاوتي هرچندائيءَ جو پاءُ هو. هن درويش صفتِ انسان 2 آگسٽ 1971ع تي وفات ڪئي.

**تيرٿ ڌارا**: لڪي (ضلعي ڄامشوري) ۾ لڪي شاهه صدر ريلوي اسٽيشن کان هڪ ٽاڪرو پيچرو اولهه ۾ جبل ڏانهن هڪ لڪ نما واديءَ ڏانهن وڃي ٿو. اٽڪل اڍائي ڪلوميٽرن پنڌ تي هڪ هنڌ تي قديم زماني کان به گرم چشما



ڦٽي نڪرن ٿا. هيءُ ماڳ تيرٿ ڌارا سڏجي ٿو. جتي به شوالا زبون حالت ۾ بيٺا آهن. ورهاڱي کان اڳ هتي شوراترِيءَ جو وڏو ميلو لڳندو هو. پر پاڪستان ٺهڻ بعد اهو سلسلو ختم ٿي ويو. هاڻي هتي فقط اهي ماڻهو اچن ٿا،

جن کي ڪوڙهه يا چمڙيءَ جي بيماري آهي. مريض هتي جي گرم پاڻيءَ جي چشمي ۾ اچي وهنجن ٿا ۽ بيماريءَ کان ڇوٽڪارو حاصل ڪن ٿا.

هڪ ڏکڻي ڏاکڻ ۾ چشمي تي ننهيل پل ان هنڌ تائين وڃي ٿي، جتان چشما ڦٽن ٿا. گندرف جي گهڻائيءَ سبب هن چشمي جو پاڻي ٿڌي ٿيڻ کان پوءِ به پيئڻ لائق نه آهي. جنهنڪري هتي پيئڻ لاءِ پاڻي پري کان آندو وڃي ٿو. هن هنڌ پاڻيءَ جو گرمي پد 102 کان 112 ڊگريون فارن هائيٽ جي وچ ۾ رهي ٿو.

"شري هنگلاج جي ياترا" جي ليکڪ رامچند ڪتريءَ لکيو آهي ته "تيرٿ ڏارا اهو ماڳ آهي، جتي شِومهاديوءَ دڪشا پرجا پتيءَ جي وچ ۾ وڏي جنگ لڳي هئي. ان ٽڪراءَ دوران شو جي زال "اُما" مري وئي هئي. زال جي مري وڃڻ جي صدمي ۽ ڪاوڙ سبب شو مهاديو، اُما ديويءَ جو لاش پنن تي کڻي، ڌرتيءَ تي هليو هو. جنهنڪري وڏي تباهيءَ جو خطرو پيدا ٿيو. بعد ۾ اُما ديويءَ جو لاش ٻاونجاهه حصن ۾ تقسيم ٿي، ڌرتيءَ تي مختلف هنڌن تي ڪريو. جتي جتي سندس جسم جو ڪو عضوو ڪريو اتي "شڪتي" پوڄا شروع ٿي. ڪٿا موجب اُما ديويءَ جو مٿو هنگلاج ۾ ڪريو، اتي هنگلاج ديويءَ جي صورت ۾ شڪتي پوڄا ٿئي ٿي. ديويءَ جي هڪ جنگهه ڪٽمندوءَ ۾ ڪري، جتي ڪاليءَ جي صورت ۾ شڪتي پوڄا ٿئي ٿي. اهڙيءَ طرح سڄي هندستان ۾ شڪتيءَ جي پوڄا جا ٻاونجاهه مرڪز قائم ٿيا". ان ڪٿا ۾ روايتي عقيدتمنديءَ جو عنصر شامل نظر اچي ٿو.

ان ڪانسواءِ مسلمانن ۾ هن چشمي بابت حضرت علي عليه السلام سان منسوب ڏند ڪٿا به عام آهي. هتي سڀ کان دلچسپ هڪ غار آهي، جيڪا قديم زماني ۾ انساني رهائش هئي. ڪن روايتن موجب مشهور بزرگ شاهه صدر لکيءَ واري به هتي چلي ڪشي ڪئي هئي. سنڌ ۾ پنهنجي نوعيت جي هيءَ عجيب غار آهي، جيڪا صاف طور تي ڏسجي ٿو ته قديم دور جي انسانن جوڙي هئي ۽ انساني هٿن جو وڏو ڪمال آهي ته غار جو مُنهن ڏهه فوٽ ويڪرو ۽ ڇهه فوٽ اوچو آهي. هن کان اڳ سنڌ ۾ انساني هٿن جون گهڙيل جيڪي به غارون لڌيون ويون آهن، اُهي جبلن ۾ ڪمرن وانگر اندر ڪوٽيل آهن. پر هن غار جي انفراديت اها آهي ته، اها زمين ۾ هيٺ ڪوٽيل آهي. ڏهه فوٽ ويڪري ڏاکڻ زمين ۾، ست فوٽ هيٺ هڪ ڪشادي غار ۾ وڃي وڃي ٿي، جيڪا اڳتي هلي 15 فوٽ ويڪري ٿئي ٿي. غار جي آخري ڇيڙي تي هڪ ننڍي دري آهي. جيڪا اندرئين غار ڏانهن وٺي وڃي ٿي. اندرئين غار جي ڊيگهه ۽ ويڪر 10 + 25 فوٽ (بي ترتيب) آهي. اندر ڪافي گهري آهي، پر چمڙن، جيتن جڻين جو گهر ٿي وڃڻ ۽ بدبوءِ سبب اندر وڃڻ مشڪل ٿي پيو آهي. ڪيترا سال اڳ سائين جي. ايم. سيد جو ساٿي حڪيم محمد صالح "ايٽر" ۽ هٿ ٻتيون کڻي هن غار ۾ اندر ويو هو، ٻئي غارون هن وقت گندرف جي تيز بوءِ سان واسيل آهن. لکيءَ وٽ چوڪنڊي جهڙيون قبرون به نظر اچن ٿيون. هن تيرٿ ڏارا وٽ هڪ مسجد به آهي، جنهن تي به مسجد منزل گاهه وانگر ساڳئي دؤر ۾ تنازعو ٿيو هو.

**تيرٿ روچيرام منگوراڻي، پريتم**: شاعر ۽ ليکڪ تيرٿ روچيرام منگوراڻي 10 اپريل 1920ع تي، ڪراچيءَ ۾ ڄائو. سندس تخلص "پريتم" هو. فرسٽ ايئر (آرٽس) تائين تعليم حاصل ڪيائين. مختلف موضوعن تي سندس ڏهاڪو ڪتاب ڇپيل آهن. ان کان سواءِ ٽيهارو کن سنڌي فنڪارن جون سوانح عمريون به لکيائين. انگريزي ٻوليءَ ۾ به سندس ٽي ڪتاب ڇپيل آهن. جن مان ٻه ڪتاب: "Pearl Strings" ۽ "Soul of Sindh" مشهور آهن. ورهاڱي کان پوءِ، بمبئيءَ لڏي ويو، جتي ممبئيءَ جي علائقي انڌيريءَ ۾ رهائش پذير هو.

**تيرٿ سياڻي**: ليکڪ، شاعر، مترجم ۽ چترڪار. تيرٿ گوبندرام سياڻي، 24 فيبروري 1906ع تي، لاڙڪاڻي ۾ ڄائو. بي. اي تائين تعليم حاصل ڪيائين. "هندو" ۽ "هندستان" اخبارن جو سب ايڊيٽر ۽ "هندواسي" اخبار جو ايڊيٽر رهي چڪو آهي. انگريزن کان ملڪ جي آزاديءَ جي هلچل ۾ حصو ورتائين. جيل ڪاٽيائين. ڪراچي ميونسپل ڪارپوريشن جو ميمبر بڻيو. ورهاڱي کان پوءِ ڀارت ۾ ڪئمپ ڪمانڊنٽ ۽ ريسيٽلمينٽ ڪمشنر بڻيو. هي سٺو ليکڪ به هو. سندس پنج ڪتاب شايع ٿيل آهن. جن مان "سچ جي پيروي"، "صحيح زندگي" ۽ "ديش ڀڳت" (ناول-ترجمو) مشهور آهن. ڪيترا ڪتاب ترجمو ڪيائين. ورهاڱي کان پوءِ، ڀارت لڏي ويو، جتي پهرين جئپور، ۽ بعد ۾ بمبئيءَ ۾ رهائش اختيار ڪيائين.

**تيرٿ قبي**: گورک جبل جي رستي تي نئن گاج جي پيٽ ۾ موجود "تيرٿ ڪنب" جي مٿان هڪ ننڍي ٽڪريءَ تي هڪ ننڍي ڏيوري ٺهيل هوندي هئي، جنهن کي عام ماڻهو "تيرٿ قبي" چوندا هئا. روايت آهي ته گهڻو اڳ کي جوڳي ۽ سنياسي هن ڏيوريءَ ۾ رهندا هئا، هن وقت هيءَ قبي / ڏيوري ڊهي وئي آهي.

**تيرٿ ڪنب**: هندستان جي ورهاڱي کان اڳ، هندو يوگي، جوڳي، سنياسي ۽ سادو گهڻو ڪري گورک جبل جي چوٽيءَ تي ايندا ويندا هئا. گورک جي رستي تي، نئن گاج جي پيٽ ۾ تيرٿ ۽ تپسيا جي هي جڳهه جو نالو تيرٿ ڪنب آهي. تيرٿ ڪنب جي مٿان، هڪ ننڍڙي ٽڪريءَ تي هڪ ننڍي ڏيوري ٺهيل آهي، جنهن کي عام ماڻهو "تيرٿ قبي" سڏيندا آهن. ان ڏيوريءَ ۾ ماضيءَ ۾ ڪي جوڳي ۽ سنياسي رهندا هئا. اڪثر ياتري هن ڪنب ۾ اشنان لاءِ ۽ ڏيوريءَ ۾ پوڄا پاٺ لاءِ ايندا ويندا هئا. ڦڳڻ مهيني جي 11 تاريخ کان وٺي 27 تاريخ تائين هن ڪنب تي شوَ جو ساليانو ميلو لڳندو آهي. سنڌ ۾ لڳندڙ هن ميلي جي، هندستان ۾ لڳندڙ "مها ڪنب" ميلي جهڙي اهميت هئي. ساڳين تاريخن تي، پري پري کان هندو ياتري ٻارين ٻچين کهي هتي ايندا هئا. تيرٿ ڪنب تي ماڻهو اچا به مچي مارڻ ايندا آهن. پر شوَ جو ميلو هاڻي نٿو لڳي.



**تيرٿ وسنت**: سنڌ هند جو ناليوارو اديب تيرٿ وسنت، 7 جولاءِ 1909ع تي سنڌ جي تاريخي شهر خيرپور جي ڳوٺ لقمان ۾ ويڙهي مل وسنداڻيءَ جي گهر ۾ ڄائو. سندن نُڪ "سودا" آهي. تيرٿ اڃا سال ٻن جو هو ته سندس ماءُ جو لاڏاڻو ٿي ويو. تنهنڪري هن معمولي اسڪولي تعليم ڇهين درجي انگريزيءَ تائين حاصل ڪئي. ابتدا کان وٺي رولاڪي ۽ سير سفر جو شوقين هو. سورهين ورهين جي عمر ۾ گهران ڀڄي ڪراچيءَ آيو، ايڪٽر ٿيڻ ۽ فلمي دنيا ۾ داخل ٿيڻ لاءِ ڀٽڪندو رهيو. ان ئي عمر ۾ وڃي بصري ۽ ايران نڪتو ۽ اتي

لڳاتار ڪجهہ سال هلڪا ڦلڪا ڌنڌا ڪيائين. عربي ۽ فارسي ٻوليون سکيو. سنڌ ۾ ٽنڊي آدم ۾ ڊاڪٽر چوئٿرام جي گهرو هنرن واري ڪارخاني جو انچارج رهيو. پوءِ ٻوڏ سهائتا فنڊ جو ڪم سنڀاليائين. سنڌ جي 'ڌرمادا ٽرسٽ' پاران بالغن جي تعليم جو ڪم بہ سنڀاليائين. سنڌ ۾ رهندي جيتوڻيڪ ڪڏهن ڪاليج جو منهن نہ ڏٺائين. پر هو جمندي ڄام هو ۽ ڪيس سنڌي، فارسي ۽ انگريزيءَ تي ڪمال جي ڄاڻ هئي. ڪاليجي شاگردن کي تاريخ، اقتصاديات ۽ سياسيات جي ڄاڻ گهر ۾ ڏيندو هو. عجب اتفاق تہ سنڌ ۾ ڪاليجئيٽ بورڊ جو ميمبر بہ هو. سياست ۾ سرگرم رهيو. حيدرآباد سنڌ جي



ميونسپالٽيءَ جي چونڊ کٽڻ کان پوءِ باغات ڪميٽيءَ جو چيئرمين ٿيو. حيدرآباد جي ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ ۽ ايجوڪيشن ٽرسٽ جو ميمبر بڻيو. اتي ئي ريشم جو واپار ڪندڙ هڪ فرم ۾ ڪم ڪيائين ۽ ان فرم معرفت ڪجهہ وقت ڄپان جو دورو بہ ڪيائين. 'هاري حقدار تحريڪ' ۾ بہ ڀرپور حصو ورتائين. سنڌ ۾ مختلف هنڌن تي لائبريريون قائم ڪرڻ ۾ اڳيرو رهيو.

تيرٿ وسنت هندو مسلم ايڪتا جو حامي هو. سندس ڪيترائي هندو مسلم اديب دوست هئا. هن بہ ڪيرت ٻاٻاڻيءَ، هري دلگير، ڪيلداس فانيءَ ۽ سوڀي گيانچندانيءَ وانگر ورهاڱي وقت سنڌ نہ ڇڏڻ جو فيصلو ڪيو هو. پر پاڪستان جي قيام کان ستت پوءِ ڪيس جيل ۾ وڌو ويو ۽ مٿس الزام لڳايو ويو تہ هي ٽورائيءَ واري هندو سماج جي لاڙڪاڻي واري ڪانفرنس جو ميمبر هو، جيڪا سنڌ ۾ هندن جي ملڪيتن ۽ ڌرمي ٽرسٽن جي حفاظت لاءِ برپا ڪئي وئي هئي. حالتن جي سنگينيءَ کي ڏسي، ڪيس مجبوراً 1949ع ڌاري سنڌ کي ڇڏڻو پيو ۽ هند ۾ وڃي اجمير شهر ۾ خيما کوڙيائين.

ادب سان هن جو چاهہ سنڌ ۾ رهڻ دوران ئي ٿيو. هن لکڻ جي شروعات انگريزي اخبارن ۾ ليکن لکڻ سان ڪئي. سندس پهريون مضمون "عورت" بابت "سنڌ آبزرور" اخبار ۾ ڇپيو. جيڪو پروفيسر گوهاڻيءَ جي جواب ۾ لکيل هو. ان کان پوءِ تيرٿ وسنت ڪراچيءَ مان Advance "India" مئگزن شروع ڪئي، جنهن ۾ هن جو انگريزي ناٽڪ "Conflict" ڇپيو. ان ئي دور ۾ ڊي. جي سنڌ ڪاليج جي مئگزن ۾ هن جو خاڪسار تحريڪ بابت مضمون ڇپيو. سنڌيءَ ۾ لکڻ جي شروعات. گُدي ٻائي ۽ وشنداس ڄڳتياڻيءَ جي تحريص تي "روشني" اخبار ۾ "روشني" ليک لکڻ سان ڪيائين. ان بعد ساڳي هفتيوار اخبار ۾ "آسماني اثر" ۽ ٻيا ليک لکيائين. حيدرآباد ڪاليج جي "ڦليلي" مخزن ۾ بہ انگريزي ۽ سنڌيءَ ۾ مضمون ڇپايائين. ان کان پوءِ سنڌيءَ ۾ هن جا لڳاتار ليک ڇپبا رهيا. 1940ع ۾ سندس مضمونن جو پهريون ڪتاب 'چڻنگون' ڇپيو. جنهن کي سنڌي ساهت جي صلاحڪار بورڊ هڪ شاهڪار جو درجو ڏئي سال جو بهترين ڪتاب مڃي انعام ڏيڻ جو اعلان ڪيو. هن ڪتاب ۾ سندس سنت ڪنور رام جي شهادت تي مضمون بہ شامل هو. جنهن ۾ هن ڄاڻايو هو تہ ڪنور جي شهادت واري سانحي ۾ ڪنهن سگهاري ڌر جو هٿ هو. ان بعد تيرٿ وسنت جو ٻيو ڪتاب "جواهر جيوني". (ٻہ ڀاڱا) 1941ع ۾ ڇپيو. اهو جواهر لعل نهروءَ جي آتم ڪٿا جو انگريزيءَ مان آزاد ترجمو هو. جنهن تي بہ کيس ادبي بورڊ انعام ڏنو هو. اجمير ۾ رهائش دوران حيدرآباد جي ديوان هري سندر روپچند ناراڻيءَ ساڻ صحبت

دوران حيدرآباد جي ديوان هري سندر روپچند ناراڻيءَ ساڻ صحبت دوران سندس گذارش تي امر شهيد ڀڳت ڪنور رام جي جيون ۽ ڪلا بابت هڪ شاهڪار ڪتاب 'ڪنور' لکيائين. جنهن جو مهاڳ پروفيسر لال سنگهہ اجواڻيءَ لکيو. هن ڪتاب کي ساهتيہ اڪيڊمي دهليءَ 1959ع ۾ انعام ڏنو. جيڪو هن اڪيڊميءَ طرفان سنڌي ادب تي ڏنل پهريون انعام هو. ساڳئي ڪتاب تي پروفيسر خوشيرام. نيبراج واسواڻيءَ، پنهنجي گُر ديو، ساڌو ٽي. ايل واسواڻيءَ جي 80 سالا جنم ڏينهن تي، تيرٿ وسنت کي "ساڌو ٽي. ايل. واسواڻي" اوارڊ ڏنو. تيرٿ وسنت جيتوڻيڪ روايتي تعليم نہ ورتي هئي، پر ڪيس سنڌي، انگريزي ۽ فارسيءَ تي وڏو عبور حاصل هو. هيءَ پارٽ لڏي ويل اديبن مان اڪيلو اديب هو. جنهن ڪڏهن بہ نہ ڪا ملازمت نہ ڪئي، ۽ نہ ئي ڪنهن کان ڪڏهن مالي مدد گهري. هن پنهنجي سموري زندگي ادب تخليق ڪرڻ کي سونپي ڇڏي. گذر سفر لاءِ ڪڏهن ڪڏهن ڪاليجي شاگردن کي ٽيوشن ڏيندو هو. پر گهڻي ڀاڱي هن پنهنجي ادبي پورهئي يعني ڪتابن جي ڪمائيءَ ۽ رائلٽيءَ مان زندگيءَ جون ضرورتون پوريون ڪيون. سندس ادبي خدمتن تي 1962ع ۾ کيس واٽومل فائونڊيشن پاران هڪ هزار ڊالر ۽ سونو ٻلو ڏنو ويو. جنهن جي خوشيءَ ۾ بمبئيءَ جي سنڌين کيس پنجن هزارن جي ڳوٿري (نقد) سوکڙي پيش ڪئي. ان کان سواءِ ڪيس اکل ڀارت سنڌي ٻولي ۽ ساهت سڀا ۽ ساهتيہ ڪلا پريشد پڻ انعامن سان نوازيو. تيرٿ وسنت هر ادبي صنف تي قلم کنيو. مضمون، ناٽڪ، ڪهاڻي ۽ سوانح عمريون سندس پسند جا موضوع هئا. شيڪسپيئر جي ڪيترن ئي ڊرامن کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيائين. هن ٽئگور جي ناٽڪ 'چترا' جو سنڌيءَ ۾ لاثاني ترجمو ڪيو هو. سماج تي تکيءَ طنز واري نظر رکندو هو. ان حوالي سان سندس ناٽڪ "شاعر جو جنازو" پڙهڻ وٽان آهي. هن جي ڇپيل ڪتابن جو ڪجهہ تفصيل هن ريت آهي: (1) چڻنگون (1940ع، مهاڳ: حيدر بخش جتوئي)، (2) جواهر جيوني (ترجمو: 2 ڀاڱا: 1941ع)، (3) شهيد الهہ بخش (هي ڪتاب 1943ع ۾ لکيائين. پر ڪنهن اثر سبب شايع نہ ٿيو.)، (4) چترا (ٽئگور جي ناٽڪ جو ترجمو: 1944ع)، (5) ڪنور (1957ع)، (6) وسنت ورکا (مضمون: 1959ع)، (7) ساهتيہ سار (1961ع)، (8) اتهاس درشن (1964ع)، (9) ڪلچر (اڀياس)، (10) جيون جوت (يوگ اڀياس)، (11) انٿوني ڪيلوپيٽرا (شيڪسپيئر جي ڊرامي جو ترجمو: 1964ع)، (12) آٿيلو (شيڪسپيئر جي ڊرامي ترجمو: 1977ع)، (13) هئمليٽ (شيڪسپيئر جي ناٽڪ جو ترجمو: 1980ع)، (14) گانڌي جي سوانح (ٽي ڀاڱا: (79-78-1972ع)، (15) ميران (ناٽڪ: 1980ع)، (16) آواز (ڪوتائون: 1980ع)، (17) ساهتيہ سرج (اڀياس: 1978)، (18) خوشبوءِ (مضمون: 1979ع)، (19) سارنگ (مضمون: 1979ع)، (20) مهاڀارت جو سار (1980ع)، (21) سچ ڇا آهي؟ (فلاسافي: 1980ع)، (22) فائوسٽ (گوئٽي: ناٽڪ: 1980ع)، (23) جيون جوالا (ست يڪ فصلا ناٽڪ: 1981ع)، (24) ماڻهو (20 ڪهاڻين جو مجموعو: 1981ع)، (25) لاڏلي دهلي (سير ۽ سفر: 1981ع)، (26) دکن ياترا (سير ۽ سفر)، (27) هندي اتهاس (ڀاڱو پهريون: 1982ع)، (28) سنسار (ڪوتائون: 1982ع)، (29) آتم ٻل (مضمون: 1982ع)، (30) جيون رهسيہ (پرڪتي+ اتهاس درشن: 1982ع).

تيرٿ وسنت جي ڪتاب "ساهتيہ سار" (1961ع) کي آمريڪا جي واٽومل فائونڊيشن 1962ع ۾ هڪ هزار ڊالر، سونو ٻلو ۽ مان پتر ڏنو

1979ع ۾ ساهتيہ ڪلا پريشد دهلي سرڪار پاران تيرٿ وسنت کي سنڌي ساهتيہ جي بهترين ساهتڪار جو انعام ۽ مان پتر ڏنو ويو.

تيرٿ وسنت جون تصنيفون سندس نرالي اسلوب واريءَ عبارت ۾ آهن. جن کي پڙهڻ سان دل ۽ دماغ تي گهڻي وقت تائين سندن اثر رهي ٿو. سندس ويچارن ۾ تازگي ۽ شائستگي آهي.

سنڌ جو هي لا اُبالي اديب نئين دهليءَ ۾ اول لجپت نگر ۾ ۽ پوءِ لوڌي روڊ جي سرڪاري ڪوارٽرن جي برساتيءَ ۾ رهندو هو. هو سڄي عمر پنهنجو اجهو ٺاهي نہ سگهيو. مسواڙي ننڍڙن ڪمرن ۾ زندگي گذاريائين. پوئينءَ اُوسٽا ۾ تيرٿ وسنت بڙودي جي ٻِدا آشرم ۾ وڃي رهيو. حافظو وڃائي وينو. سندس صحت ڪري پئي هئي. آخر ۾ سندس ڪي ويجها عزيز کيس ممبئيءَ وٺي ويا هئا. جتي 30 سيپٽمبر 1994ع ۾ لاڏاڻو ڪيائين.

**تير، چُوڙيل، سيگهي، سرنگهہ، تانگهہ:** هيءَ بلا، جوڳين چوائي: گهوڙيال وانگر تمام سنهي، رنگ ۾ ڪپر لُنڊيءَ جهڙي ٿئي ٿي ۽ ان جو پيچ ۽ منڍي سنهي هوندي آهي. ويهڻ وقت پاڻ کي بال وانگر ويڙهي ڇڏيندي آهي. چُوڙيل بلا ماڻهن کي ڏسي لڪڻ جي ڪوشش ڪندي آهي. وڻن ۽ ٻوڙن تي چڙهي ويندي آهي ۽ سنها جيت ۽ ماڪوڙا کائيندي آهي. وڙهڻ سندس عادت ۾ نہ آهي، پر اوچتو جهٽ هڻي ڪيندي آهي. آنن بدران ٻچا ڄڻيندي آهي. هن بلا ۾ بہ گهوڙيال وانگر زهر گهٽ ٿيندو آهي. پر ان جو چڪ تمام ساڙيندڙ ٿيندو آهي ۽ ڪاڏل شخص جو زخم ڪکر جي ڏنگ وانگر سڄي پوندو آهي. ماڻهوءَ جي دل مضبوط هوندي تہ اهو ڪونہ مرندو.



جوڳين جي حساب ۾ چُوڙيل جو زهر چوٿين درجي جو (نہ هئڻ برابر) آهي. اصل ۾، اهي سڀ نشانيون *Psammophis lineolatus* بلا سان ٺهڪن ٿيون، جيڪا غير زهريلي بلا آهي.

هن بلا جي ڊيگهہ 0.60 ميٽر کان 0.75 ميٽر ٿئي ٿي، هن جو پيچ 160 کان 190 ملي ميٽر هوندو آهي. ڏسڻ ۾ گهوڙيال سان مشابهہ آهي. هن جي رنگت ميٽائين ڀُوري ٿئي ٿي، اک وٽان هڪ ڪاري ليڪ جسم جي پوري ڊيگهہ سان آخر تائين هلي وڃي ٿي، جسم جو وچ وارو حصو ڀورو ٿيندو آهي، اڪثر چلرن کي ڪارو گهيرو هوندو آهي. ان ۾ ڪي ڀيون بہ اڇيون ڪاريون ليڪون ٿين ٿيون، جن ۾ ڀرت جهڙن چٽن جي ترتيب آهي. پيٽ، وچ ۾ نارنگي پيلو ٿئي ٿو، جنهن تي ڪارا چٽ هوندا آهن. پنهنجي جنس جي ٻين بلائن وانگر ڏينهن جو سرگرم هوندي آهي.

صحرائي علائقن ۾ جتي گاهہ ٻوڙا هجن. اتي ملندي آهي. سنڌ ۾ عام ڪا نہ آهي . البت ڪوئٽا بلوچستان طرف ٿئي ٿي.

**تيرس ڏن** (ڏن تيرس): اَسوءَ جي اونداهي تيرس تي ڌنونتري ڀڳوان جي پوڄا ڪبي آهي. ڌنونتري ڪير ساگر مان پيدا ٿيل چوڏهن رتنن مان هڪ آهي. سندس هٿ ۾ اَمرت جو ڪَلش آهي. هن ئي آيُر ويد (طِب) جو شاستر پڌرو ڪيو هو. عام ماڻهو ڏن کي پئسو سمجهي اڄوڪي ڏينهن ڪا نئين شيءِ خريد ڪندا آهن.

**تير ڪمان:** تير ڪمان قديم جنگي اوزار آهي. تير کي شاهہ لطيف نائڪ، لوهہ، پيرلو، تنگر، ٻاڻ، لوري، ڪرڪ ۽ پيڪان بہ سڏيو آهي. تير هڪ کان ڏيڍ فوٽ ڊگهو ٿيندو آهي، جيڪو بانس مان ٺهيل ڪمان مان زهہ واري سڳي سان ڇڪي نشاني تي لڳايو ويندو آهي. پهريان تير ڪاٺيءَ مان ٺاهيا ويا، پوءِ جنگي استعمال سبب لوهہ مان بہ ٺهڻ لڳا. وڏين جنگين ۾ اڳي تير



جي ڇهنب کي زهر آلود بہ ڪندا هئا تہ جيئن دشمن تڏي تي مري وڃي، جڏهن تہ تير اندازي هڪ مشغلو بہ رهيو آهي ۽ هن وقت راند جي صورت اختيار ڪئي اٿائين. تير ڪمان جي ڪاريگرن جو ڪنهن وقت وڏو مان مرتبو هو، جو تير- ڪمان جنگ جو اهم هٿيار هو. سنڌ ۾ ٽالپرن جي دور ۾ ترارين ۽ بندوقن تي وڏيڪ توجهہ ڏنو ويو ۽ حيدرآباد ۾ ڪارخانا قائم ٿيا. باوجود ان جي تير ڪمان جو سلسلو باقي رهيو. تان جو انگريزن جڏهن سنڌ تي غاصبانہ قبضو ڪيو تہ ماڻهن کان سڀ هٿيار کسي ڪين بي هٿيار ۽ بيوس ڪيائون. ان هوندي بہ، تير ڪمان (گز ڪمان) جو شوق، شڪار خاطر هلندو آيو. تير جي ڪمان بانس جي هوندي هئي، جنهن ۾ زهہ وارو سڳو جانورن جي آنڊي جو هوندو هو. پکين ۽ سهن جي شڪار وارو گز اڪثر لئيءَ مان ٺهيل هوندو هو. راند خاطر، سڄي سَر يا ڪانهن جي ٿُلهي ڪانيءَ مان، گز تُڪِي ٺاهيندا هئا. پاسيري اُڏامندڙ پکيءَ يا ڀڄندڙ سهي کي گز 'لاپ' (پاسيرو) ڪري هڻندا هئا. ۽ سامهون، سڌو. اڳتي ۽ اُڏامندڙ يا ڀڄندڙ پکيءَ کي 'تُڪي' يا 'سلهہ' (سڌو ڇُهنبيارو) ڪري هڻندا هئا. 30- 1920ع تائين سنڌ جي گهڻن ڀاڱن ۽ ڳوٺن ۾. گز ڪمان جا وڏا ڄاڻو (نشاني باز يا چُٽيندڙ) موجود هئا. 18 صديءَ ۾ شاهہ لطيف جي وقت ۾، تير ڪمان هڪ هٿيار طور ڪم ايندو هو. شاعريءَ ۾ عاشق تي محبوب جي حسن جي حملن ۽ سندس سهڻين اکين جي نظرن ۽ گهُورن جي تشبيهہ طور شاهہ لطيف مختلف قسم جي تيرن جي زخمن ۽ گهاوَن جي حوالي سان بيان ڪيو آهي. شاهہ صاحب جي وقت ۾ يا ڪانئس اڳ جدا جدا قسم جي تيرن

جو چالامان هو. سَر (سَر جي ڪاني وارو) ۽ 'ٻاڻ' تيرن يا گزن جا عام نالا هئا. وڏي ۽ ڳري نوڪدار لوهي تير کي تشبيهه طور 'ڪاڻ' سڏبو هو. 'عُقابيلن' (خاص عقاب جي کنڀن وارو) ۽ ٻين 'پکين' (کنڀن' وارن تيرن) لوهه يا رڪ جي نوڪدار تيرن جا ڌار ڌار قسم هوندا هئا. لوهه يا رڪ جي نوڪدار تيرن کي ٺاهيندڙ لوهار ڪاريگرن جي نالي سان، 'لوري' سڏيندا هئا. "ٽينگر" نه- شاخو تير هوندو هو.

"پَر- پيڏيءَ ڏيئي"، زور سان ڪمان ڪشڻ يا ڪمان مان تير ڪشي هڻڻ. سيگ ساهي (ڪمان ڪشي) "سَر سَجڻ" (تير کي پورو نشان تي هڻڻ). ٻَنگ (تير جو هيٺيون گولائون ونگ)، زهه ۾ ڏيئي "ٻنگان ٻاڻ پَري هڻڻ"، ۽ تير سڌو سيلو يا سلهه ڪري هڻڻ ان وقت جي تيراندازيءَ جا عام اصطلاح هئا. جيڪي لطيف سائين پڻ پنهنجن بيتن ۾ آندا آهن:

سَر جو سجيو سڄڻين، ٻيهر "ٻاڻ" پري،
چمڪيو سوچوهه مان، ڪڙ ڪڙ ڪان ڪري.

---

"عقابيل" اکين ۾، تو کي باري "بان"،

---

پائي "ڪان" ڪمان ۾، ميان مارِ مَ مون.

**تيروڙ:** سکر ضلعي جي تعلقي روهڙيءَ ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان سَت ڳوٺ آباد آهن:

تيروڙ، اڪڙ ماڇي، ميوو مهر، غلام محمد، دين محمد، ڪِڪِي ويڙهو ۽ واحد بخش مهر.

هن نالي سان ساڳيءَ ديهه ۾ هڪ ڳوٺ به آباد آهي.

**تيرهن تالي:** تمام قابل ناچڻي. جيڪا ڪلهن، ڪنڌ، ٺونٺين، ڪراين، گوڏن ۽ ڄنگهن ۾ يارهن ۽ ٻه ڪنجهيون ٽالهڙيون هٿن ۾ جهلي، وڄت جي تار تي، ناچ ڪري.

اصطلاحي طور نهايت چالاڪ عورت، حرفتڻ ۽ گهڻا مڪر ڄاڻندڙ عورت.

**تيرهن تالي**[2] **(ڪتاب):** هن نالي سان هڪ ڪتاب محمد سومار شيخ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 22 صفحا آهن ۽ قيمت 40 پئسا رکيل آهي. ڇاپو پهريون، "ٻارڙن جي ٻاري"، بوڪ اسٽال بدين، پريس مان سال 1972ع ۾ ڇپيو.

**تيرَهن تيزيُون:** صفر مهيني جون پهريون تيرهن تاريخون. جن ۾ روايت موجب حضور پاڪ صلي الله عليه وسلم جن ناچاق رهيا. انهن تاريخن ۾ سَوڻ ڳنڍيا ويندا آهن. تنهنڪري انهن تاريخن کي نحس سمجهي زالون انهن ڏينهن تي مرٽي پرٽي جون رسمون نه ڪنديون آهن. انهن تاريخن ۾ ڪوبه ڪم ٿيو ته ان جو اثر سڄي سال تي رهندو آهي.

**تيرهين سنڌ ادبي ڪانفرنس:** تيرهين سنڌ ادبي ڪانفرنس، جميعت الشعراءِ سنڌ جي نگراني ۽ بزمِ ادب، جيڪب آباد، جي دعوت تي، 30 نومبر 1952ع ۾ جيڪب آباد ۾ ڪوٺائي وئي هئي. هن ڪانفرنس ۾ استقباليه ڪميٽيءَ جو چيئرمين اوستو غلام حسين "حسين"، جنرل سيڪريٽري، قريشي محمد بخش "جوش" هئا، جيڪي بزمِ ادب جيڪب آباد، جا صدر ۽ سيڪريٽري به هئا. ڪانفرنس جي يادگار لاءِ بزمِ ادب، جيڪب آباد، طرفان "گلدستہ ادب" نالي ڪتاب شايع ڪيو ويو، جنهن ۾ شاعرن جا شعر شايع ڪيا ويا هُئا. انهن ۾ "عاصي" حاجي صوبو خان صبحاڻي، انورمحمد شفيع، ميان عبدالحڪيم "خوشتر"، خدادوست ابن بشير، الهورايو مهر سليم، خيرمحمد ٻرڙو "سوز"، ضياءُ الدين "ضياء"، عبدالرحيم "غمگين"، محمد خان "غني"، سيد منل شاهه "منل"، عزيزالله "مجروح"، آغا گل حسن، عبدالفتاح "عبد" عاقلي، مولوي نورالدين "نور"، نواز علي "نياز" جعفري، حاجي عبدالله "واقف"، محمد جمن هالو، عطامحمد "حامي"، اميربخش قريشي "امير" واحد بخش قريشي "عاشق"، الله بخش "سرشار" عقيلي، محمد حسين "آتش" ۽ ٻيا شامل هئا.

**تيزاب (Acids):** عام طرح گندرف جي پاڻيءَ کي "تيزاب" چوندا آهن. لاطيني ٻوليءَ جي لفظ ائسيڊس (Acidus) مان 'Acid' لفظ اخذ ڪيو ويو آهي، جنهن جو مطلب ظاهراً ته "کٽو" آهي. پر تيزاب جي معنيٰ ۾ ڪم اچي ٿو. اهڙا مرڪب جيڪي آبي ڳار ۾ هائڊروجن آئن ($H^+$) مهيا ڪن، تن کي 'تيزاب' چئبو آهي. تيزاب عام طور تي پاڻيات حالت ۾ ملن ٿا. تيزاب جو ذائقو تيز ۽ کٽو هوندو آهي. تيزاب جا ڪيترا قسم آهن. جن ۾ هڪ تيزاب شورو به آهي، جنهن کي "نائٽرڪ ائسڊ" چئبو آهي. ان کي لاطيني اصطلاح ۾ "ايڪو افورش" به چوندا آهن. هن جو فارمولو $HNO_3$ آهي. نائٽرڪ ائسڊ، مرڪب شورو آهي ۽ نائٽروجن، هائڊروجن ۽ آڪسيجن ان جا مرڪب آهن. تيرهن صدي عيسويءَ ۾ هڪ ڪيميائي سائنسدان 'ريمن لِل'، شوري ۽ چيني مٽيءَ کي گڏي، گرمي ڏئي، هڪ مرڪب تيار ڪيو. پر ان جي اصل نوعيت ارڙهين صديءَ جي هڪ سائنسدان 'ڪيونڊش' ظاهر ڪئي. ڪيميائي ترڪيب موجب تيزاب جا گهڻئي قسم آهن. جن ۾ سلفيورڪ ائسڊ يا گندرف جو تيزاب، نائٽرڪ ائسڊ، ايسيٽڪ ائسڊ وغيره شامل آهن.

**تيزابي سون:** سون جي خالص صورت تيزابي. خاص سون کي 24 قيراط (Carot) جو سون چيو ويندو آهي. سون جي پرک جو بنيادي نالو اهوئي آهي. جيئن ته 24 قيراط جو خالص سون شوري جي تيزاب ۾ حل نه ٿيندو آهي، ان ڪري ان کي تيزابي سون چيو ويندو آهي، پر ٽن حصن شوري جي تيزاب ۽ هڪ حصي لوڻ جي تيزاب ۾ خالص سون حل ٿي ويندو آهي. خالص سون



ايترو ته نرم ٿيندو آهي جو ان مان زيور به ٺاهي نه سگهبا آهن. هڪ تولي خالص سون مان ڏيڍ تقريباً ميل ڊگهي تار تيار ڪري سگهجي ٿي ۽ جيڪڏهن ان ئي مقدار مان پَترو يا ورق تيار ڪيو وڃي ته اهو 6 چورس فوٽ تي وڇائي سگهجي ٿو. جيڪڏهن اسان سون ۾ چاندي، ٽامو يا ٻي ڪا ڌات ملائينداسين ته ملاوٽ جي مقدار جي مطابق ان کي 22 قيراط، 21 قيراط، 16 قيراط، 14 قيراط يا 12 قيراط چئبو. 12 قيراط جي سون ۾ 50 سيڪڙو ملاوٽ هوندي آهي. زيور عام طور 22 قيراط ٺاهيا ويندا آهن. يعني زيور جو خالص سون 22 قيراط تصور ڪيو ويندو آهي.

**تيز بندر:** هن وقت هي بندر ايران جي ماتحت آهي. تيز بندر چهه بار کان 9 ميلن جي پنڌ تي بلوچستان ۾ آهي. هي 'دڙمل' مڪران پاسي جو قديم بندر آهي. ايراني نار کان پوءِ 'تيز' بلوچستان جو ٻيو بندر هو. ياقوت حموي ۽ ابن حوقل هن بندر جو ٻيهرين صدي هجري کان ٽين صدي هجريءَ تائين اوج ڏسيو آهي. عيسوي ڏهين صديءَ تائين تيز بلوچستان ۾، ديبل سنڌ ۾، ڪنيات، سوباره، جيسور، ٺاڻو، گجرات ۾، ميلبار، مدراس ۾، ۽ ڪوالم ملئي جا بندر برک هئا. هندستان ۽ چين جا جهاز ايراني نار، يمن ۽ حبش ڏانهن ويندي هتان لنگهندا هئا. ان ڪري هي بندر واپار جو مرڪز هو. کجور ۽ گهوڙا، ديبل ۽ ڪارو منڊل جي بندرن تائين هتان ويندا هئا. هندستان، سنڌ، زنجبار، يمن ۽ فارس جون شيون هتي ملي سگهنديون هيون. عرب جاگرافي دان ۽ سياح سنڌ ۽ گجرات کي گڏي سنڌ شمار ڪندا هئا. بلوچستان کي هنن ڌار ملڪ ڪري ڏيکاريو آهي. عيسوي ڏهين صديءَ کان پوءِ ڪرمان جي بندر هرنز ٻيٽ کي گهڻي اهميت حاصل ٿي ۽ "تيز بندر" جو اوج گهٽيو.

**تيزي** (Acceleration): رفتار جي تبديليءَ جي شرح کي تيزي يا Acceleration چئجي ٿو. جيڪڏهن رفتار يا اسپيڊ ۾ واڌ ايندي ته ان کي واڌو تيزي (Positive Acceleration) سڏنو ۽ ان جو طرف ساڳيو حرڪت وارو ٿيندو. پر جيڪڏهن رفتار يا اسپيڊ ۾ گهٽتائي ٿيندي ته ان کي گهاٽو تيزي Negative Acceleration چئبو آهي. جيڪڏهن حرڪت ڪندڙ جسم جي رفتار ۾ تبديلي ايندي ته چئبو ته ان جسم جي حرڪت ۾ تيزي پيدا ٿئي ٿي.

**تيستائين گڏباءِ** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌ جي ناماياري ليکڪ ۽ سياح الطاف شيخ جي آمريڪا جي سفرنامي تي مشتمل آهي. جنهن جو مهاڳ هالا جي شاعر حميد شهيد لکيو آهي. هن ڪتاب ۾ الطاف شيخ آمريڪا جي گهميل شهرن ۽ ساڻس اتي مليل ماڻهن بابت دلچسپ مواد شامل ڪيو آهي. رنگين ٽائيٽل ۽ پڪي جلد واري هن ڪتاب ۾ 160 صفحا آهن ۽ هن جي قيمت 120 روپيا آهي. هي ڪتاب انڊس پبلشرز ڪراچي، 2004ع ۾ ڇپايو آهي.

**تيسرڪي:** تعلقي ٽنڊي محمد خان جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: ٽنڊو سائينداد، صحبت پرڳڙي، بخشو ٻڙدي، اعوان ڳوٺ، خان محمد اعوان، صديق ماڇي، فقيرو مير بحر، ملڪ خان محمد ۽ زاهد چيما.

**تيشو:** رازڪي ڪم جو هڪ اوزار، وڏي تيشي، جيڪا مترڪي جي نموني هوندي آهي، جنهن ۾ لوهه يا ڪاٺ جو ڳن پيل هوندو آهي ۽ سِرن ڪپڻ لاءِ ڪم ايندي آهي.



**تيغ سنگهه بهادر، گرو:** گرو تيغ سنگهه سکن جو نائون گرو 1621ع ۾ امرتسر ۾ ڄائو. هن آنندپور جو شهر ٻڌايو. هن پنهنجي سموري زندگي هندو ڌرم جي رکشا ڪرڻ لاءِ ارپي ڇڏي. هي انهي خيال جو هو ته ماڻهن کي عبادت ۽ مذهب جي آزادي هئڻ گهرجي، جيڪو سندن پيدائشي حق آهي. انهن خيالن سبب ٿي ڪيس شهادت نصيب ٿي. هن جي جسم کي ايترو ته ايذايو ويو جو سندس مڙهه جو رنگ به تبديل ٿي ويو. جڏهن دهلي جي سکن کي خبر پئي ته سندس لاش هتان کان چار سؤ ڪلوميٽر پري آنندپور ڪريا ڪرم لاءِ ڪنيو ويو ۽ ته هن ڪريا ڪرمي طور سندس گهر کي باهه ڏئي ڇڏي. هن کي 44 سالن جي عمر ۾ سکن جو گرو چونڊيو ويو هو. پاڻ ڏهه سال گرو رهيو. هي آخري گرو هو هوڻن سکن جا 10 گرو مڃيا ويا آهن. مگر ڏهون گرو گرنٿ صاحب (ڪتاب) آهي. هن کي 1675ع ۾ شهيد ڪيو ويو.

**تيڪو:** ڪانئين جي پيٽ، جيڪا ٻاهران گاري سان لِتل هوندي آهي. هن طرح جي پيٽ يا جاءِ کي "تيڪو" چوندا آهن. تيڪي واري جاءِ، معنيٰ اها جاءِ، جنهن جو پيچرو سچو ڪانئين مان ٺهيل هجي ۽ ٻاهران مٽيءَ جو ليپو آيل هجي. هن قسم جون پيٽيون ٺٽي شهر ۽ آسپاس ۾ عام جام آهن.

**تيگ دڙو:** هي دڙو بلوچستان جي سراب کان ٽي ميل پري ڳوٺ تيگڪ ۾ واقع آهي. هي دڙو 380 فوٽ قطر ۾ ۽ 10 فوٽ ڪن اوچائي ۾ آهي. هي دڙو هڪ زرخيز ماٿري ۾ آهي. هن جي اوير ۾ "ريج نئن" وهي ٿي. هن جي چوڌاري زرخيز زمينون آهن. هن ماڳ تي پهچڻ ۾ ڏکيائي محسوس ٿئي ٿي. ماڳ تي رهائشي اڏاوتن جا نشان ملن ٿا. جاءِ ڪچي سرسان جڙيل آهي. شايد اها نندي جاءِ اوائلي تاريخي دور جي هجي. هن ماڳ جي عرصي جو تخمينو چوٿين سهسرق. ۾ کان اوائلي تاريخي دور لڳائي سگهجي ٿو. وٿن ۾ جانورن جي مورتين جا ٽڪر جن جو واسطو شايد اوائلي دور جي رهتن سان هجي، ۽ هڪ ماڻهو جي کوپڙي به ملي آهي. ماڳ تان ملندڙ ٺڪر جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو.

ٺڪر جو نمونو: 1. وچولو چڪ تي لٽل گلابڙي. ميٽوڙو ٺڪر، ٻاهران سڏين ڪنڊن وٽ اڇڙو ليڪو. 2. هٿ سان ٺهيل ڳاڙهو ٺڪر، ٻاهران اڇو ليپو يا ليڪا ۽ ٺپيل گل ٻوٽا جيڪي عمودي ليڪن سان چني ڌار ڪيل آهن.

**تيل:** روغن. جيڪو ڪنهن به تيلي ٻج مان نڪري: جيئن سرنهن، ڄانبي، تِرن وغيره جو تيل ۽ زمين مان ڪڍيل معدني تيل يعني گاسليٽ، پيٽرول وغيره. هر قسم جي تيل جي خاصيت جدا جدا آهي. ٻهراڙين، ڳوٺن ۽ شهرن ۾ ماڻهن تجربي مان ڄاتو آهي ته سرنهن جو مٺو تيل دماغ جي خشڪي لاهي ٿو، مٿي جي ٻڦي، خارش، اک مان پاڻي وهڻ ۽ اکين جي ڦٽن ڦرڙين کي فائدو ڏئي ٿو. ڄانبي جو ڪڙو تيل مٿي جي پِٽِ ڇٽائڻ ۽ جوئن مارڻ جو اثر رکي ٿو. ڏنڊڻ سان اهو تيل ڏندن کي لڳائبو ته ڏندن جو سور لهي ويندو آهي ۽ وات جي بدبوءِ ختم ٿي ويندي آهي.

**تيل بلسان:** حڪيمن چواڻي هيءُ تيل ڳاڙهاڻ مائل ڪاري رنگ جو ۽ پَٽرو ٿيندو آهي. اُن جو ذائقو ڪڙو آهي. ڪيترين بيمارين ۾ دوا طور ڪم ايندو آهي ۽ گهڻو فائديمند آهي.

**تيل ڪباب چينيءَ جو:** هيءُ تيل پاڻيءَ جهڙو پٽڙو، اڇي رنگ تي خوشبوءِ دار ٿئي ٿو ۽ طب جي ڪم اچي ٿو.

**تيل زيتون جو:** هيءُ تيل زيتون جي پيڙي تيار ڪبو آهي. طب ۾ ڪم اچي ٿو اڌ رنگ، هڏن جي ڪمزوري وغيره جي صورت ۾ ان سان مالش ڪرڻ سان فائدو ڏنو ويو آهي.

**تيلاڙو:** شاديءَ جي هڪ رسم، جنهن ۾ شاديءَ کان هڪ رات اڳ ست سهاڳڻيون گڏجي ماکي ۽ سرهي تيل مان آڱريون ٻوڙي گهوٽ جي مٿي ۾ وجهنديون آهن. هڪ ٻي روايت مطابق ڪڇ جي پوٿين مان ٻڙا پٽي سندس مٿي تي اڇلين، جيڪي گهوٽ چونڊيندو.

**تيلاهو:** تعلقي ٺري ميرواهه ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

تيلاهو، قمبراڻي، سومر هاليپوٽو، علي بخش هاليپوٽو، جلالاڻي، نوراڻي، ڪرم خان لاشاري، نئون ڳوٺ، انب فقير مگڻهار، ربن خان شر، هوند علي شر ۽ پليڏنو خاصخيلي.

ٺر واري پاسي هندن ۾ شاديءَ کان اڳ گهوٽ توڙي ڪنوار لاءِ پاڙي وارا پئسا ڏيندا آهن. تنهن کي به تيلاهو چئبو آهي.

**تيلچور** (Telchoor): هي ٻسارڪو وڪر آهي. جنهن کي فارسيءَ ۾ سوسڪ، عربيءَ ۾ بنات دردان، هنديءَ ۾ سونگروا ۽ اردوءَ ۾ تيلي چوندا آهن. هي مجفف ۽ خشڪي پيدا ڪندڙ (Desiccative) ۽ مادي کي تحليل ڪندڙ آهي.

**تيلچور**: هي هڪ ڳاڙهي رنگ جو جانور آهي. جنهن جو پر بگا ۽ پيٽ اڇو ٿئي ٿو. هن کي ڇهه پير ٿين ٿا. گهڻو ڪري ترائين ۾ رهندو آهي. هيءُ خشڪي پيدا ڪندڙ سمجهيو وڃي ٿو.

**تيل وهيڙو/مُوسيڙو** (Purple Sun-Bird/*Cinnyris Asiatica Brevirostris*): دنيا جي ننڍي ۾ ننڍي قسم جي هن پکيءَ جا سنڌ ۾ ڪافي نالا آهن. هن کي "مِيڻو" ۽ "سون ڦِدي" پڻ چيو وڃي ٿو.



ان جو قد بت ڪنهن وڏي پوڻ جيڏو يا ڪجهه وڏيڪ يعني 10 سينٽي ميٽر ٿئي ٿو. باغن، ٻيلن ۽ صحرائن ۽ هران جاءِ تي ٿئي ٿو. جتي گل ٿيندا آهن. هي پکي ڏکڻي ۽ مڙيل چهنب سان گلن جو رس چوسيندو رهندو آهي. ان ڪري هن کي "گل رس چوس" چوڻ به مناسب آهي. پر ڪڏهن ڪڏهن ننڍڙيون مکيون به کائي ٿو. گل جو رس چوسڻ مهل هوا ۾ هڪ ٽِڪ بيهي رهندو آهي ۽ پَرايتري تيزيءَ سان هڻندو آهي، جو ذري گهٽ نظرئي نه ايندا آهن. اڏامڻ جو تکو آهي. لڳ جي مند ۾ نر جو رنگ چمڪدار ڪارڙو ۽ تيز واڱڻائي سائو ۽ماديءَ جو رنگ زيتوني ٿئي ٿو. نر سڄو ڪارڙو ڏسبو آهي. پر ماديءَ جي پيٽ جو رنگ هلڪو زيتوني ۽ اڇڙو هوندو آهي. جڏهن لَڳ جي مند نه هوندي آهي ته نَر جو رنگ به زيتوني ٿي ويندو آهي ۽ ڳچيءَ کان ڇاتيءَ تائين نيرڙو واڱڻائي پٽو ظاهر ٿيندو اٿس. باقي بت ماديءَ جي رنگ جهڙو ٿي پوندو اٿس. بلوچي ۽ فارسيءَ ۾ هن کي "دنبرگ" به چوندا آهن.

**تيلي:** ڳاهه يا سَلي جو سنهو ڪانو تيلو.

**تيلي**[2]: ماچيس جي تيلي، سنهي ڪاني، جيڪا خاص طور تي باهه ٻارڻ لاءِ ڪم اچي. تيلين کي گهم وغيره کان بچاءَ لاءِ ڪاغذ جي هڪ ننڍڙي پيتيءَ ۾ وجهي رکبو آهي، جنهن کي مئچ باڪس (Match Box) يا ماچيس چئبو آهي. هي



تيليون صنوبر، پڙتل جي وڻن ۽ ميڻ لڳل ڪاغذ مان ٺاهيون وينديون آهن. باڪس ۾ پيل تيلين جي هڪ چيڙي تي بارودي روغن لڳل هوندو آهي، جيڪو بارود واري فارمولي تحت پوٽاشيم نائٽريٽ (قلمي شورو)، گندرف ۽ ڪوئلي جي ميلاپ مان ٺهيل هوندو آهي. اهڙيءَ ريت باڪس جي پاسن ۾ وري ساڳئي روغن جو ليپ ٿيل هوندو آهي. جڏهن تيلي باڪس جي پاسي سان گهبي آهي ته گاٺ سبب گرمي پيدا ٿيندي آهي ۽ اهڙي گاٺ سبب بارودي روغن واري تيلي يڪدم ٻري پوندي آهي.

استاد بخاريءَ جي شعر جي هڪ سٽ آهي:

گسندي گسندي سنهڙي تيلي،
ٻيلا ٻاري وڃهندي آهي.

**تيلي ٻج:** تيلي ٻج اسان جي خوراڪ جو اهم حصو آهن. جيڪي سڌي يا اڻ سڌي طرح کاڌي پچائڻ يا کاڌي تيار ڪرڻ لاءِ ڪم اچن ٿا. تيلي ٻج پڻ لحميات، حياتين ۽ تيل جو اهم ذريعو آهن. پاڪستان ۾ غذائي اهميت جي حوالي سان کاڄرو تيلي ٻجن (Edible Oilseeds) جو واهپو تقريباً 12 ڪلوگرام في ڪس (12 Kg per capita) آهي. جيڪو ٻين سڌريل ملڪن جي ڀيٽ ۾ ٻيڻ تي گهٽ آهي. پاڪستان ۾ تيلي ٻجن طور پوکيءَ هيٺ فصلن ۾ روايتي تيلي ٻجن (Conventional Oilseeds) جا فصل جهڙوڪ سرنهن، توريو، ڄانيو، تر، ٻوهي مگ، هيرڻ ۽ السي وغيره اچي وڃن ٿا. هنن تيلي ٻجن ۾ سرنهن، توريو، تر ۽ ٻوهي منگ کاڄرو (Edible) مقصد لاءِ استعمال ٿيندا آهن. جنهنڪري انهن کي کاڄرو تيل وارا فصل (Edible Oil Crops) چئجي ٿو. جڏهن ته هيرڻ ۽ السيءَ مان ملندڙ تيل صنعتي مقصد لاءِ ڪم اچي ٿو. جنهنڪري انهن کي غير کاڄرو تيل وارا فصل (Non-Edible Oil Crops) چئجي ٿو. هن وقت ملڪ ۾



کاڄرو تيل لاءِ خود ڪفيل ٿيڻ واسطي ڪجهه نون تيلي ٻجن وارا فصل متعارف ڪرايا ويا آهن. جيڪي غير روايتي تيلي ٻج (Non-Conventional Oil Seeds) سڏجن ٿا. جهڙوڪ سويابين، پواڙي ۽ سورج مکيءَ وارا تيلي ٻج تجارتي طور وڏي پيماني تي ملڪ جي ڪجهه حصن ۾ پوکيا وڃن ٿا. جنهن ۾ سنڌ صوبو به شامل آهي. ان باوجود هنن غير روايتي کاڄرو تيلي ٻجن جي پوک مان بهتر نتيجا مليا آهن. جنهن مان اها ڳالهه واضح ٿئي ٿي ته سويابين ۽ سورج مکي هن علائقي جا اهم تيلي ٻج ثابت ٿيندا. جنهن سان سنڌ ۽ ملڪ جي کاڄرو تيل جون ضرورتون پوريون ڪري سگهجن ٿيون. ڇاڪاڻ ته سرنهن، توريو ۽ ڄانيو اڳ ۾ ئي کاڄرو تيل واري جڳهه والارين ٿا. جيڪي 35 کان 40 سيڪڙو ايراضيءَ تي پوکيا وڃن ٿا. پاڪستان ۾ تيلي ٻجن جي گهٽتائيءَ جا مکيه سبب

فصلن جي پيداوار جو مارڪيٽ نہ هئڻ ۽ قيمتون گهٽ ملڻ آهي. جيئن تہ ڪٽڪ ۽ ٻين فصلن جي امدادي قيمت (Support Price) ملڻ ڪري تيلي ٻجن جي قيمتن جو بحران پيدا ٿئي ٿو. ان ڪانسواءِ تيلي ٻجن وارا فصل جيتن ۽ بيمارين جي اثرن ۽ نقصانن ۾ وڌيڪ اچن ٿا. جنهن ۾ مهلو (Aphid) ۽ ٻيون بيماريون خاص ڪري هٻار واري بيماري (Powdery Mildew) اهم آهن.

**جدول: تيلي ٻجن جي خوراڪي اهميت**

| تيلي ٻج | تيل (سيڪڙو) | لحميات (سيڪڙو) |
|---|---|---|
| سرنهن ۽ توريو | 37-39 | 42 |
| تر | 49-50 | 42 |
| سويابين | 20 | 50 |
| سورج مکي | 37-39 | 30 |
| پواڙي | 35-37 | 28 |
| ڪينولا | 35-40 | 22-23 |
| ٻوهي منگ | 47-50 | 47 |
| السي | 40 | 26 |
| هيرڻ | 48-50 | 46 |

تيلي ٻجن وارا فصل گهڻن ئي قسمن جا ٿين ٿا جيڪي نباتات جي لحاظ کان مختلف جنسن ۽ خاندانن سان تعلق رکن ٿا. هي فصل قد ۽ بناوت ۾ مختلف آهن. زندگيءَ جي مدت (Life Duration) جي حوالي سان بہ سالياني ۽ دائمي قسم جا آهن. عام طور تيلي ٻج ڏهين پاڙن وارن فصلن ۾ شمار ٿين ٿا. جيڪي مجموعي طور ٻج ذريعي ڦوٽهڙو ڪن ٿا. جنهن ۾ سندن پاڙون، پن، شاخون، گل ۽ ڦل واري شڪل يا بناوت ۽ رنگ جي لحاظ پڻ مختلف آهن. هي ٻوٽا ڦريون، ڏوڏيون يا گوگڙا ۽ ڪپ نما گل جهلن ٿا. ان ڪري سرنهن ۽ توريو، ڪينولا، جانهو ۽ سويابين ڦريون (Pods) جهلين ٿا. تر، السي ۽ هيرڻ ڏوڏيون يا گوگڙا (Capsules) جهلين ٿا. ٻئي طرف تيلي ٻجن ۾ سورج مکي ۽ پواڙي (Safflowers) وارا فصل ڪپ نما گل (Disc Flower) جهلين ٿا. هنن فصلن جي ٻجن ۾ سائيز، وزن، شڪل، رنگ، چمڪ (Luster) ۽ ذائقي ۾ فرق آهي. چاڪاڻ تہ اهي ٻج ننڍا، وچولا ۽ وڏا ٿين ٿا. شڪل ۾ گول، بيضوي، اپا، ٽڪنڊا وغيره آهن. سندن رنگ اڇو، ڪارو، چٽڪمرو، ناسي وغيره ٿئي ٿو ۽ ذائقي ۾ ڪاجرو يا مٺا، ڪسارا ۽ تيزابي آهن. جڏهن تہ موسمي لحاظ کان تيلي ٻج اونهاري ۽ سياري ۾ پوکيا وڃن ٿا. پر ڪجهہ تيلي ٻج سرءُ ۽ بهار ۾ بہ پڻ پوکي سگهجن ٿا. عام طور سويابين، هيرڻ، تر، ٻوهي مگ، اونهاري ۾ پوکجن ٿا. پر سرنهن، توريو، جانهو پواڙي، ڪينولا، السي وغيره سياري جي موسم ۾ پوکيا وڃن ٿا. جڏهن تہ سورج مکي ۽ سويابين بهار ۾ پوکبا آهن. ساڳيءَ طرح، سورج مکي ۽ توريو سرءُ ۾ پڻ لڳايا وڃن ٿا. ان مان ظاهر آهي تہ تيلي ٻجن وارا فصل سال جي مختلف موسمن ۾ پوکيءَ هيٺ رهن ٿا، پر اهي پنهنجي پوري طرح واڌ ويجهہ خاص ڪري ٻن موسمن يعني خريف ۽ ربيع ۾ ڪن ٿا ۽ وڌيڪ پيداوار جو باعث بڻجن ٿا.

**تيلي ٻجن جي پچڻ جو صحيح وقت:** اسان جي پوکيءَ واري سرشتي ۾ هڪ فصلي پوک يا گهڻ فصلي پوک جو رواج آهي. جنهن دوران ڪنهن هڪ فصل ڪٽڻ بعد ٻئي لاءِ رٿابندي ۽ تياري ڪئي وڃي ٿي. جڏهن تہ فصلن جي پوکيءَ واسطي موسمي حالتن تي بہ نظر رکي وڃي ٿي. جنهنڪري اڳاٽي، وقتائتي ۽ پاڇاٽي فصل جي پوکي عمل هيٺ اچي ٿي. چاڪاڻ تہ اونهاري وارا فصل سرءُ يا اڳاٽي سياري ۾ پچي لاباري جي لاءِ تيار ٿين ٿا. جڏهن تہ سياري وارا فصل بهار يا اڳاٽي اونهاري ۾ پچي راس ٿين ٿا. اهو ئي سبب آهي جو اونهاري ۾ پوکيل ووڻڻ ۽ ٻئي طرف سياري ۾ پوکيل ڪٽڪ، داليو يا تيلي ٻج، اپريل ۽ مئي ۾ تيار ٿي وڃن ٿا. تيلي ٻجن وارا فصل جيڪي سرءُ يا سياري ۾ لڳايا وڃن ٿا اهي مارچ يا اپريل ۽ مئي ۾ پچي لاباري لاءِ تيار ٿي وڃن ٿا. جڏهن تہ بهاريا اونهاري ۾ پوکيل تيلي ٻج جون ۽ جولاءِ يا سيپٽمبر ۽ آڪٽوبر ۾ لاباري لاءِ تيار ٿي وڃن ٿا. پر جيڪڏهن هنن تيلي ٻجن جو لابارو اڳاٽو يا گهڻو پاڇاٽو ڪيو ويندو تہ لاباري جا نقصان ٿيندا. چاڪاڻ تہ تيلي ٻجن جي اڳاٽي لاباري ڪرڻ سبب ٻج سنها، گهنجيل يا ماريل هوندا. جنهن ۾ ڦوٽهڙي جي سگهہ گهٽ هوندي. پر جيڪڏهن تيلي ٻجن جو پاڇاٽو يا دير وارو لابارو ڪيو ويندو تہ فصلن ۾ ٻج ڇڻڻ، جيتن ۽ بيمارين جي حملي ۽ تيز هوائن يا بارشن سبب فصل جي تباهہ ٿيڻ انديشا رهن ٿا. تيلي ٻجن جي صحيح پچڻ ۽ وقتائتي لاباري واسطي هر هڪ فصل ۾ ڌار ڌار علامتون ظاهر ٿين ٿيون. جنهن ۾ فصل ۽ ان جي ڦري، گوگڙي، ڏوڏي يا ڦل جو رنگ سائي کان پيلو ٿيڻ شروع ٿئي ٿو ۽ بعد ۾ اهو سڪي خاڪي يا ناسي رنگ (Brown Colour) اختيار ڪري تہ جلدي لابارو شروع ڪجي. جو تہ زياده پڪل ۽ سڪل فصل يا ڦل زمين ۾ ٻيهڻ ڪري فصل جو ٻج ڇٽي يا مرگهو فصل ليٽي پوندو آهي.

**فصل ۽ پچڻ جون نشانيون**

- **سرنهن، ڪينولا، توريو ۽ جانهو:** ڦريون پيلاڻ مائل ٿين تہ فصل کي 3 کان 4 ڏينهن جي وقفي ۾ چڪاس ڪجي. پر لاباري جي تياري جو مدار ٻج جي رنگ تي آهي. ڪينولا ۾ 30 کان 40 سيڪڙو جيڪڏهن خاڪي يا ڏانديون جيڪڏهن خاڪي يا ناسي ڳاڙهو رنگ (Brown Red Color) وٺن جيڪو 30 کان 35 سيڪڙو ٻجن ۾ گهمر ظاهر ڪري ٿو. چاڪاڻ تہ سرنهن يا ڪينولا ۾ هيٺ ڪرڻ (Lodging) جو مسئلو ٿئي ٿو. تنهنڪري جڏهن ٻج 40 جي ڦرين جو رنگ کان 50 سيڪڙو ڦرين ۾ رنگ تبديل ٿئي تہ لابارو ڪجي.
- **السي:** السيءَ جو فصل لاباري ۾ ڏکيائيون پيدا ڪري ٿو. پر اهو ڇڻڻ ۽ هيٺ ليٽڻ وارو فصل نہ آهي. هن ۾ هڪ ڪَري پچڻ واري خوبي نہ آهي. تنهنڪري فصل کي سڪڻ ڏنو وڃي. السي لاباري لاءِ تڏهن تيار ٿي وڃي ٿي، جڏهن 90 سيڪڙو ڏوڏيون (Capsules) خاڪي يا ناسي رنگ جون ٿين ٿيون. لاباري وقت ٻج ۾ 12 سيڪڙو گهمر هجڻ گهرجي ٻيو تہ السيءَ جو فصل ان وقت پچڻ لاءِ تيار ٿئي ٿو، جڏهن ڏانڊيون ۽ ڏوڏيون سائي کان پيلاڻ واري رنگ ۾ اچن. تڏ ۽ برسات واري موسمي حالتن ۾ فصل جي پچڻ ۾ دير ٿئي ٿي ۽ ان ۾ گل نڪرندا رهن ٿا. تنهن ڪري لابارو فصل جي مڪمل پچڻ بعد ڪجي.
- **تر:** ترن جو فصل پوکيءَ جي 90 کان 150 ڏينهن بعد لاباري لاءِ تيار ٿي وڃي ٿو. فصل جي پچڻ وقت پنن ۽ ڏانڊين جو رنگ سائي کان پيلي رنگ ۾ تبديل ٿئي ٿو ۽ هوڙي مان پن ڇڻڻ شروع ٿين ٿا. بنا شاخن جنسون جلدي پچن ٿيون. فصل ۾ ٻج ڇڻڻ جو مسئلو عام آهي. تنهنڪري احتياط کان ڪم وٺي جدا جدا طريقن ذريعي لابارو ڪجي تہ جيئن فصل کان بچي سگهجي.

- **هيرڻ**: هيرڻ جو فصل ان وقت چونڊي يا ڪٽائيءَ لاءِ تيار ٿي وڃي ٿو، جڏهن ڏوڏيون سڪل يا خشڪ هجن ۽ ٻوٽي جا پن ڇڻڻ لڳن. ٻوٽي ۾ گهربل لاباري واري وقت 10 کان 15 ڏينهن اڳ، پن ڇاڻيندڙ ڪيميائي دوا (Defoliants) ڪم آڻي سگهجي ٿي. پر ان سان پيداوار ۾ گهٽتائي ايندي. پر ڪٽائيءَ ۾ دير سبب ٻج ڏوڏين مان نڪرندا ۽ فصل ۾ ٻج ڇڻڻ جو مسئلو ٿيندو. هيرڻ ۾ ڏوڏين جي ڦاٽڻ ۽ ٽٽڻ جو مسئلو آهي. تنهنڪري ان جو لابارو ڪمبائين سلينڊر اسپيڊ نالي مشين سان ڪجي.
- **پواڙي**: پواڙيءَ جو لابارو يا ڪٽائي ان وقت ڪجي جڏهن اڪثر پن خاڪي يا ناسي رنگ جا ٿيڻ لڳن. گلن تي، پڻ ساواڻ گهٽجڻ لڳي. ڏانديون خشڪ ٿيڻ لڳن ۽ ٻج سفيد رنگ ٿئي ۽ سولائيءَ سان ڳاهه ۾ اچي. هي فصل جيئن ئي پچي تيار ٿئي ته ڪٽائي ڪجي ته جيئن ٻج ڇڻڻ کان بچي.
- **سورج مکي**: سورج مکي اڳاٽو پچي ٿو. ٻج پڪل حالت ۾ ان وقت اچي ٿو، جڏهن ٻوٽي جي گل جو هيٺيون پاسو پيلو ٿيڻ شروع ٿئي. پر سورج مکيءَ جو ڳردار گل سڪڻ ۾ وڌيڪ وقت وٺي ٿو. هن فصل جي ڪٽائي لاءِ تجارتي گل چونڊو ڪندڙ اوزار (Headers) ڪم آڻڻ سان ٻج جو نقصان گهٽ ٿئي ٿو.
- **ٻوهي منگ**: ٻوهي مڱ جون ڦريون 1 کان 3 ڏينهن تائين ڪوٽائي بعد رکڻ سان نيم خشڪ حالت ۾ اچي وڃن ٿيون. جڏهن ته 5 کان 10 ڏينهن واري خشڪ آبهوا 8 کان 10 سيڪڙو گهم بحال رکي ٿي. هن فصل لاءِ آلي ۽ سائي يا نيم خشڪ حالت ۾ فصل ڪوٽائي يا گڏ ڪرڻ بعد هٿرادو سوڪهڙو ڏيڻ سان بهتر خاصيت جون ڦريون ۽ ٻج ملندو.
- **سويابين**: سويابين جي پچڻ جي نشاني اها آهي ته فصل جي پنن ۽ ڏاندين جو رنگ سائي کان پيلو ٿيڻ شروع ٿئي ٿو ۽ ڦريون پڻ پيلي کان خاڪي رنگ اختيار ڪن ٿيون ٻج سخت ٿيڻ لڳي ته فصل جي ڪٽائي ڪجي. اڳاٽي لاباري سبب ٻج ننڍا ۽ گهنجيل ملندا. جڏهن ته دير واري لاباري ڪري داڻن ڇڻڻ جو خطرو آهي ۽ پيداوار ۾ گهٽتائي ايندي.
- **تيلي ٻجن جي لاباري جو طريقو**: تيلي ٻجن وارا فصل مختلف قسمَن جا ٿين ٿا ۽ سندن تعلق مختلف خاندانن سان آهي. هي فصل ٻه پني (Dicots) واري ٻوٽن سان تعلق رکن ٿا. جن جون پاڙون ڊگهيون ۽ ٻوٽا قد ۾ وڏا ۽ ننڍا ٻه ٿين ٿا. هي فصل ڦل طور ڦريون، گوگڙا يا ڏينا (Capsules) ۽ گل ڦل (Flowers/Heads) جهلين ٿا. اهوئي سبب هن قسم جا تيلي ٻج مختلف وقتن تي پچن ٿا ۽ مختلف طريقن سان لابارو ڪيا وڃن ٿا. ڪجهه تيلي ٻج ڦريون جهلين ٿا. جهڙوڪ: سرنهن، توريو ڄانيو ڪينولا، سويابين، ٻوهي منگ وغيره. ٻيا وري گوگڙا ۽ ڏوڏيون جهلين ٿا. جهڙوڪ السي، هيرڻ، تر وغيره. جڏهن ته گل ڦل جهلڻ وارا تيلي ٻج: سورج مکي ۽ پواڙي وغيره آهن. سنڌ ۾ ڦرين وارن تيلي ٻجن جو لابارو هميشه ڏاٽي ذريعي ڪيو وڃي ٿو جڏهن فصل جو 40 سيڪڙو کان 50 سيڪڙو ڦريون ڪليل، ٻج جو رنگ سائي کان پيلاڻ ۾ تبديل ٿئي ته لاباري جي تياري ڪجي. ٻيءَ صورت ۾ ڦرين مان ٻج ڇڻڻ شروع ڪندو ۽ پيداوار جا نقصان ٿيندا. تنهنڪري لاباري ۾ دير نه ڪجي. هيرڻ، تر ۽ السي وارا تيلي ٻج لاباري لاءِ ان وقت تيار ٿين ٿا، جڏهن گوگڙا يا ڏوڏيون خشڪ ٿين ۽ پن ڇڻڻ شروع ڪن. ڇاڪاڻ ته لاباري ۾ دير سب ٻج ڇڻڻ شروع ڪندا، نتيجي ۾ پيداوار ۾ گهٽتائي ايندي. هنن فصلن جو لابارو عام طور ڏاٽي ذريعي ڪيو وڃي ٿو پر جيئن ته هيرڻ ۽ ترجا ڏينا يا ڏوڏا جلدي ڦاٽي پون ٿا. تنهنڪري سلينڊر اسپيڊ ڪليئرنس (Cylinder Speed Clearance) جهڙو لاباري وارو اوزار ڪم آندو وڃي ٿو. جڏهن ته السيءَ جو لابارو هٿرادو طريقي يعني ڏاٽي ذريعي ڪيو وڃي ٿو. جنهن ۾ فصل جا زمين جي مٿان وارا حصا ڪٽي ڳلڙيون ٻڌي سڪائڻ لاءِ رکيون وڃن ٿيون. ٻوهي منگ جو لابارو يا ڪوٽائي ان وقت ڪجي، جڏهن فصل جي پنن جو رنگ ساواڻ کان پيلاڻ ڏانهن تبديل ٿئي ۽ زمين اندر ڦريون پنهنجي مڪمل سائيز کي پهچن. هن فصل جو ڦل پاڙن واريون ڦريون آهن. جيڪي پچڻ وقت ڪوٽائي ڪري ڪڍيون وڃن ٿيون. هن فصل کي عام طور هريا ڪوڏر ذريعي ڪوٽي ڪڍيو وڃي ٿو. پر هڪ ڪوٽائيءَ وارو اوزار Combining Wet استعمال هيٺ آهي. جيڪي اڌ آلي حالت ۾ ڪڍي انهن کي هٿراڌو خشڪي ڏني وڃي ٿي. ٻئي طرف، هڪ اوزار ڊگرشيڪر ونڊروئر (Digger Shaker Wndrower) فصل جي ڦرين واري ڪوٽائيءَ لاءِ ڪم اچي ٿو. جڏهن ته گل ڦل جهليندڙ تيلي ٻج جهڙوڪ سورج مکي ۽ پواڙيءَ جو لابارو ٻج جي پچڻ وقت ڪجي. هن قسم جي فصلن جي ڪٽائي عام ڪري ڏاٽي ذريعي مٿان کان گل ڪٽيا وڃن ٿا ۽ باقي ڏانديون ڇڏيون وڃن ٿيون. عام طور هٿرادو ڏاٽي وارو طريقو سورج مکيءَ لاءِ بهتر آهي، ڇو ته پڪل گل ڦل الڳ الڳ ڪٽيا وڃن ٿا، جنهنڪري ڳاهه لاءِ هڪ جڳهه تي رکڻ ۾ سولائي ٿيندي. هن فصل جي ڪٽائي واسطي زرعي اوزارن طور سن فلاور هيڊرس (Sunflower Headers) ڪم آندا وڃن ٿا.

جڏهن ته پواڙيءَ جي مشيني لاباري لاءِ فصل جو پڪل هئڻ لازمي آهي. هن فصل جو لابارو سڌيءَ طرح ڪمبائن سلينڊر اسپيڊ (Combine Cylinder Speed) ذريعي ڪيو وڃي ٿو. اهو ان وقت ممڪن آهي جڏهن فصل جو رنگ خاڪي يا ناسي ٿئي ۽ پنڪڙين تي تمام ساواڻ نظر اچي. ڏاندي سڪل هجي ۽ اڇي رنگ جا داڻا آسانيءَ سان نڪري اچن. ٻج جي صفائي وقت اهو خيال رکجي ته جيئن مشين ڪچري سبب بند نه ٿئي ته ٻيءَ صورت ۾ مشين جي رفتار وڌاڻي پوندي.

**تيلي ٻجن جا لاباري ۽ ڳاهه وارا نقصان:**

1. تيلي ٻجن جو اڻ پڪل ۽ ڪچو فصل لڻڻ يا لاباري سبب داڻو ماريل ۽ ننڍو ملندو.
2. داڻي جو وزن گهٽ ملندو ۽ پيداوار ۾ گهٽتائي ايندي.
3. داڻي ۾ ڳپ (Embryo) جي واڌ صحيح نه ٿيندي ۽ اهو ٻج بعد ۾ نه ڦٽندو
4. اڻ پڪل ۽ اڳاٽو لاباري ڪيل فصل ۾ باقي ڪلندڙ گل ٻائي ٻج پيدا ڪرڻ کان رهجي ويندي.
5. دير واري لاباري سبب ٻج جو ڇاڻو ٿيندو. جنهنڪري پيداوار ۾ گهٽتائي ايندي.
6. لاباري ۾ دير جي ڪري بيٺل فصل ۾ جيتن، بيماري، ڪوئن ۽ بارش سبب نقصان ٿين ٿا. جڏهن ته تيز هوا ۽ بارش سبب پڪل فصل هيٺ ڪِري پوي ٿو. نتيجي ۾ داڻا ڇڻي وڃن ٿا.
7. بيٺل فصل ۾ بارش سبب داڻا انگروجڻ لڳندا. جنهنڪري داڻي جي خاصيت متاثر ٿيندي.
8. دير واري لاباري سبب اَن يا ٻج سان گڏوگڏ ٻهه جو نقصان ٿئي ٿو.
9. تيلي ٻجن جي فصلن جو ڳاهه عام طور ڏنڊن ۽ سَٽَ ڪُٽَ ذريعي ڪيو ويندو آهي. هن طريقي ۾ پڻ داڻن جو نقصان ٿئي ٿو.

10. داڻا يا ٻج پچي پون ٿا ۽ صفائي وقت ٻهه ۾ ملي وڃن ٿا. جنهن لاءِ ڳاهه هر فصل لاءِ جدا تيار ٿيل مشينريءَ ذريعي ڪيو وڃي.

**ڳاهه:** عام طور تيلي ٻجن جو ڳاهه ڏنڊن ۽ سٽ ڪُٽ ذريعي ڪيو وڃي ٿو. ڇاڪاڻ ته هي فصل مختلف قسمن جي واڌ ۽ بناوت رکن ٿا. هنن فصلن جو پيداواري حصو ڦري، گوگڙو، ڏوڏي يا گل آهي. ان ڪري هي فصل صرف پيداواري حصي جي ڪٽائي يا لاباري بعد ڳاهي يا ڏنڊن ذريعي ڪُٽي سٽي داڻا ڪڍيا وڃن ٿا. ٻي طرف تيلي ٻج واري فصل ۾ مشيني ڳاهه ۽ صفائي وارا طريقا ڪم اچن ٿا.

**صفائي:** تيلي ٻج وارن فصلن جي صفائي هٿراڌو ۽ مشيني طريقي سان ڪئي وڃي ٿي، جنهن ۾ داڻن جو نقصان گهٽ ٿئي ٿو داڻا صاف هجڻ ڪري مارڪيٽ ۾ اگهه جهجهو ملي ٿو.

**ذخيرو:** تيلي ٻجن جي ذخيري لاءِ عام طور ٻورين ڪم اچن ٿيون ۽ ذخيرو عام ڪليل ذخيرن يا گدامن ۾ مقرر گرمي درجي ۽ گهم مطابق ڪجي ٿو.

**جَوَ** (Barely): جَوَ ربيع جي موسم وارو اناج جو فصل آهي. هن فصل جي اصليت محدود نه آهي. هي فصل پٽر واري دؤر ۾ سوئيٽزرلينڊ جي رهاڪن طرفان پوکيءَ هيٺ هيو. هڪ اندازي مطابق جهنگلي ڳاهه ۽ گهريلو جَوَن جو عام قسم ساڳي علائقي ۾ وڌيو ۽ پوکيو ويو، جنهن مان هڪ قسم وارا جَوَ (Hordeum Spontanum) اڄ به عام آهن. هي علائقو اولهندي ايران جي زرگوش جبلن کان ۽ ڏکڻ ترڪي ۽ ڏکڻ طرف فلسطين تائين پکڙجي ٿو. ڪجهه حياتياتي ماهرن جو خيال آهي ته هن ٻوٽي جو اصل وطن ايشيا ۽ آفريقا يا ايرندي تبت آهي. هن علائقي ۾ ڇهه قطاري سنگ وارا جَوَ (Six-Row Barely) ملن ٿا ۽ پوکيءَ وارا جَوَ به هن ملڪ ۾ ملن ٿا. هن فصل جو اناج يا ٻج سڌيءَ طرح خوراڪ ۾ نٿو واپرايو وڃي. پر ان مان صنعتن ۾ ڊبل روٽي، ماني، جَوَن جي ڪش ۽ شراب ٺاهيو وڃي ٿو. ٻئي طرف جَوَ گهوڙن ۽ پکين کي کارايا وڃن ٿا.

**آبهوا** (Climate): جَوَ سياري جي موسم وارو اناج جو فصل آهي. هي فصل ڪڪ جي پيٽ ۾ وڌيڪ خشڪي برداشت ڪندڙ آهي. هن فصل لاءِ گهٽ ۾ گهٽ بارش جي گهرج 250 کان 200 ملي ميٽر آهي. جَوَن جو ٻج ڦوٽهڙي واسطي ڪڪ جي پيٽ ۾ گهٽ وَتَ يا آلاڻ جي ضرورت ڏيکاري ٿو ۽ ان ۾ واڌ جي صلاحيت وڌيڪ آهي. حالانڪ جَوَن جي وڌيڪ پيداوار جو تعلق اهڙن علائقن سان آهي، جتي بارش ۽ گهميل موسم وڌيڪ وقت رهي ٿي. سنڌ ۾ جَوَ بوسي يا دوباري فصل طور پوکيو وڃي ٿو. جَون جي ڦوٽهڙي لاءِ گهٽ ۾ گهٽ گرمي درجو 2 ڊگري سينٽي گريڊ آهي، جنهن دوران ڦوٽهڙو گهٽ ٿئي ٿو جڏهن ته ڦوٽهڙي ۽ سلن نڪرڻ لاءِ مقرر گرميءَ جو درجو 20 15 ڊگري سينٽي گريڊ آهي ۽ پنيري واڌ گهٽ قدر 17 16 ڊگري سينٽي گريڊ گرمي درجي مطابق ٿئي ٿي.

**زمين** (Soil): جَوَ هر قسم جي زمين تي ٿي سگهن ٿا، جنهن ۾ چيڪيءَ کان واريءَ زمين بهتر آهي. اهي زمينون جيڪي ڪڪ جي پوکيءَ لاءِ ڪم اچن، جنهن ۾ سڄي نيڪال وارين لٽاسين ۽ چيڪين لٽاسيون زمينون بهتر آهن. عام طور جَون جي پوکيءَ جو تعلق گهٽ زرخيز زمين سان آهي. جَون جو فصل لوڻ يا ڪلر برداشت ڪندڙ اناج وارو فصل آهي، جيڪو ڦوٽهڙي ۽ واڌ وارن ٻين مرحلن دوران لوڻ برداشت ڪرڻ جي قوت رکي ٿو تنهنڪري جَوَ ڪلر وارين زمينن ۾ ڪاميابي سان پوکي سگهجن ٿا. انهيءَ سبب ڪري ساريال جي علائقي جا آبادگار جَون جي پوک ۾ گهڻي دلچسپي رکن ٿا. جَوَ خشڪي روڪيندڙ فصل جي حيثيت سان دوباري فصل طور. سارين جي پوک کان پوءِ ساڳي وَتَ يا آلاڻ تي پوکيا وڃن ٿا. اهڙيءَ صورت ۾ جَوَن جي پيداوار ڪڪ کان بهتر ملي ٿي.

**زمين جي تياري** (Land Preparation): هن فصل مان وڌيڪ پيداوار وٺڻ لاءِ زمين جي تياري وڏي اهميت رکي ٿي. جَوَن لاءِ زمين جي تياريءَ واسطي ٻن کان ٽي هر ڏئي پتر پيچجن ۽ گندگاهه ختم ڪجي. هر ڏيڻ بعد زمين کي هموار ڪجي ته جيئن ٻج، پاڻ ۽ پاڻي ڏيڻ ۾ آساني ٿئي.

**پوکيءَ جو وقت** (Sowing Time): عام طور سنڌ ۾ جَوَن جي پوک نومبر جي مهيني ۾ ڪئي ويندي آهي. ڏکڻ سنڌ ۾ جَوَن جي فصل جي پوک 15 آڪٽوبر کان 30 نومبر تائين ڪرڻ گهرجي. جڏهن ته وچولي ۽ اتر سنڌ ۾ پوکي پهرين نومبر کان 10 ڊسمبر تائين ڪئي وڃي.

**پوکيءَ جو طريقو** (Sowing Method): جَوَن جي پوک ناڙي ۽ ڇٽ ذريعي ڪئي وڃي ٿي. جڏهن ته ناڙيءَ ذريعي پوک مان وڌيڪ پيداوار ملي ٿي. ساريال جي علائقي ۾ جَوَن جي پوک ڇٽ ذريعي ڪئي ويندي آهي.

**جنسون** (Varieties): جَوَن جي پوک واسطي سفارش ڪيل جنسن ۾ T.J-70، نيلم ۽ IB-8244 وغيره اچن ٿيون. اهڙن جنسن جي ٻج پوکيءَ واسطي شعبو زرعي تحقيقي اداري ٽنڊو ڄام ۾ بهتر نتيجا ڏنا آهن پر اهڙين جنسن تي بيماريءَ جو حملو زياده ٿئي ٿو جڏهن ته نين جنسن ۾ ڪلپر ۽ ڊوارف بارلي (Dwarf Barley) سفارش ڪيون ويون آهن.

**پاڻ ڏيڻ** (Fertilizer Application): جَوَن لاءِ پاڻ جي سفارش زمين جي زرخيزي مطابق ڪئي وڃي. جَوَن لاءِ پاڻ جي عام سفارشن مطابق 50 ڪلوگرام نائٽروجن ۽ 25 ڪلوگرام فاسفورس استعمال ڪرڻ گهرجي. جو ته وڌيڪ پيداوار لاءِ ڪيميائي پاڻ جو استعمال ضروري آهي.

**پاڻي ڏيڻ** (Irrigation Application): هي خشڪي برداشت ڪندڙ فصل آهي، جنهن جي وڌ ۾ وڌ پيداوار حاصل ڪرڻ لاءِ 3 کان 4 پاڻي ڏجن. هن فصل کي واڌ جي نازڪ مرحلن تي پاڻي ضرور ڏجي. اهوئي سبب آهي ته جَوَ دوباري فصل طور پوکيا وڃن ٿا.

**لابارو:** هي فصل ڪڪ سان گڏ يا ڪڪ واري موسم ۾ پچي ٿو. عام طور جَوَ مارچ کان اپريل جي مهينن ۾ پچي لاباري لاءِ تيار ٿي وڃن ٿا. هن فصل جو لابارو ڏاٽي يا لاباري جي مشين (Reaper) ذريعي ڪري سگهجي ٿو.

**پيداوار:** هن فصل جي پيداوار 3000 کان 3500 ڪلوگرام في هيڪٽر وٺي سگهجي ٿي. جڏهن ته سراسري پيداوار 500 ڪلوگرام في هيڪٽر آهي.

**ٻاجهري** (Millet): ٻاجهري خريف جو اهم فصل آهي، جيڪا اناج ۽ ڳاهه طور پوکي وڃي ٿي. جڏهن ته خشڪ حالتن ۾ اها ڪڙٻ جي صورت ۾ جانورن جي چاري طور استعمال ٿئي ٿي. ٻاجهريءَ جو فصل نندي ڪنڊ انڊيا ۽ پاڪستان ۾ آڳاٽي زماني کان پوکيو وڃي ٿو. پر علمِ نباتات جي ماهرن جو خيال آهي ته ٻاجهري ڏکڻ اوڀر ايشيا سان تعلق رکي ٿي، جنهن ۾ انڊيا ۽ چين اچي ٿو ۽ ان بعد اها ٻيءَ دنيا جي ملڪن ڏانهن پکڙي آهي. ٻاجهري خشڪ فصل طور باراني علائقن ۾ پوکي وڃي ٿي ۽ تمام گهٽ ايراضيءَ هيٺ آبپاشي وارن علائقن ۾ پوکي وڃي ٿي. ٻاجهري خشڪ فصل طور سنڌ جي ٿر ۽ ڪوهستان واري علائقي ۾ پوکي وڃي ٿي، جتي هڪ اهم خوراڪ وارو فصل آهي.

**آبهوا:** ٻاجهري سرد ۽ تمام گهميل آبهوا کان سواءِ هر قسم جي موسم ۾ پوکي وڃي ٿي. جڏهن ته خشڪ آبهوا ٻاجهريءَ جي پوکيءَ واسطي بهتر آهي. ٻاجهري وڌ ۾ وڌ خشڪي برداشت ڪري ٿي. اها هڪ حقيقت آهي ته هيءُ ڪوبه اناج جو فصل گرم خشڪ علائقي ۾ نٿو وڌي. جهڙي نموني ٻاجهري پنهنجي واڌ جاري رکي ٿي.

**زمين:** ٻاجهريءَ جو فصل هر قسم جي زمين تي ٿئي ٿو. هي فصل سم واري زمين ۾ نٿو ٿئي. هن فصل ۾ ڪلر وارين حالتن جي برداشت جي صلاحيت آهي. جتي ٻاجهري، ڪٽڪ ۽ ڪپهه جي پيٽ ۾ وڌيڪ ايري ٿي. هي فصل گهٽ زرخيز زمين تي پوکي سگهجي ٿو جتي وڌيڪ پيداوار وٺڻ لاءِ اضافي پاڻ جو مقدار ڏنو وڃي ٿو جڏهن ته ٻاجهريءَ جي فصل لاءِ وارياسي لٽ واري زمين بهتر آهي. اهڙي زمين ۾ 15 کان 20 گاڏيون وٺڻ جو پاڻ في ايڪڙ ڏيڻ گهرجي. ٻاجهري جي پوک لاءِ تمام هوادار ۽ گهٽ زرخيز وارياسيون زمينون گهرجن. جڏهن ته ڳريون زمينون ٻاجهري لاءِ غير موزون آهن.

**زمين جي تياري:** هن فصل لاءِ ڪنهن خاص قسم جي زمين جي تياريءَ جي ڪابه ضرورت نه آهي. ٻاجهريءَ جي سٺي پيداوار حاصل ڪرڻ لاءِ 2 کان 3 هر ڏئي سانهر ڏنو وڃي. باراني علائقن ۾ چؤماسي جي برساتن کان پهرياڻين زمين جي تياري مڪمل ڪئي وڃي ائين ڪرڻ سان زمين ۾ پاڻي جي جذب ڪرڻ واري صلاحيت وڌي ويندي.

**ٻج جو مقدار:** اناج لاءِ پوکيءَ واري ٻاجهريءَ واسطي 3 کان 4 ڪلوگرام في ايڪڙ ٻج استعمال ڪرڻ گهرجي. جڏهن ته سائي گاهه يا چاري لاءِ ٻج جو مقدار 10 کان 20 ڪلوگرام في ايڪڙ سفارش ڪيو وڃي ٿو.

**جنسون:** سنڌ ۾ ٻاجهري جون ٻه جنسون جهڙوڪ C-48 ۽ C-18 عام پوکيون وڃن ٿيون. جڏهن ته ٻاجهريءَ جون نيون جنسون 84-18، 844 ۽ IC-8206 پوکيءَ هيٺ آهن.

**پوکيءَ جو وقت:** اناج لاءِ ٻاجهريءَ جي پوکڻ جو وقت جون ۽ جولاءِ کان 15 آگسٽ موزون آهي. جڏهن ته سائي گاهه لاءِ پوکيل ٻاجهري واسطي بهتر وقت اپريل آهي. هي فصل گاهه لاءِ آگسٽ تائين پوکي سگهجي ٿو.

**پوکيءَ جو طريقو:** ٻاجهريءَ جي پوکي ناڙيءَ ذريعي وڌيڪ بهتر آهي پر فصل جي پوک ڇٽ ۽ ناڙي ذريعي ڪئي وڃي. ناڙي ذريعي پوکيل ٻاجهريءَ لاءِ قطارن ۽ ٻوٽن وارو مفاصلو 12x9 سفارش ڪجي ٿو.

**پاڻ:** هن فصل لاءِ پاڻ وڏي پيماني تي استعمال نٿو ٿئي ۽ عام حالتن ۾ ٻاجهريءَ جو فصل وٺڻ جي پاڻ ۽ ڪيميائي پاڻ کان سواءِ پوکيو وڃي ٿو پر وڌيڪ اهم فصل لاءِ هڪ ٻوري يوريا في ايڪڙ پوکيءَ وقت ڏيڻ گهرجي.

**آبپاشي:** ٻاجهري مختصر موسم يا گهٽ وقفي وارو فصل آهي. جنهن جي پچڻ لاءِ ٻن کان اڍائي مهينن جو وقت گهرجي. هن فصل لاءِ گهٽ مقدار ۾ پاڻي گهرجي. ٻاجهري لاءِ 2 کان 3 پاڻي گهرجن. پهريون پاڻي پوکيءَ کان 30 ڏينهن جي اندر ڏجي ۽ باقي آبپاشيءَ جو پاڻي 15 ڏينهن جي وقفي تي ڏيڻ گهرجي.

**لاباري:** ٻاجهريءَ جو فصل ڇٽ واري موسم يعني سيپٽمبر ۽ آڪٽوبر جي مهينن ۾ پچي ٿو ۽ لاباري لاءِ تيار ٿي وڃي ٿو.

**پيداوار:** باراني علائقن ۾ اناج لاءِ پوکيل ٻاجهريءَ جي پيداوار 5 مڻ في ايڪڙ آهي ۽ آبپاشيءَ وارن علائقن ۾ 10 کان 12 مڻ في ايڪڙ پيداوار ملي ٿي، جڏهن ته سائي گاهه جي پيداوار 300 کان 400 مڻ في ايڪڙ آبپاشيءَ وارن علائقن اندر ورتي وڃي ٿي ۽ باراني علائقن ۾ ٻاجهريءَ جي سائي گاهه جي پيداوار 200 مڻ تائين آهي.

**تيليگو:** دراوڙي خاندان سان تعلق رکندڙ ٻولي آهي. انهيءَ ڳالهه جا ڪافي ثبوت ملن ٿا ته تيليگو ٻولي پهرين صدي عيسويءَ کان ملي ٿي. جڏهن ته تيليگو ڳوٺن جا نالا بخشش ڏيڻ وارن جا نالا، سندون، خط، وقت ۽ حرف وغيره ڇهين صديءَ جي ڪتابن ۾ ملن ٿا. تيليگو ٻولي ۽ ادب کي هيٺين دؤرن ۾ ورهايو ويو آهي:

**پراڻن جو دور:** هن دور کي ترجمن جو دؤر سڏيو وڃي ٿو ۽ هن دؤر جا ڪتاب سنسڪرت تصنيفن جو ترجمو آهن. نننايا کي تيليگو جو پهريون شاعر سمجهيو وڃي ٿو جنهن راجا نريندر جي خواهش تي وياس جي سنسڪرت ڀارتا جو تيليگو ۾ ترجمو ڪرڻ شروع ڪيو لڳ ڀڳ ڏيڍ صديءَ کان پوءِ تڪڪننا (تڪنا Tikkanna) مهاڀارت جي ترجمي جو ڪم هٿ ۾ ڪنيو جنهن جي شروعات نننايا ڪئي هئي، جنهن کان پوءِ يراپراگڙا (Yerrapragada) چوڏهين صدي عيسويءَ ۾ ان کي مڪمل ڪيو. هنن ٽنهي شاعرن کي ڪويترايا (Kavitraya) جي نالي سان ياد ڪيو وڃي ٿو.

**سري ناڏوا دؤر:** هن دؤر کي "ڪاويه" جو عهد به چوندا آهن. سِري ناڏا کي "ڪوي ساروا ڀوم" جو خطاب ڏنو ويو هو. سندس ڪتاب سرنگارا نائي شڌم (Sringaranai-Shadham) ۽ ڪاسي مڪندمو گهڻو مشهور آهن. بمرا پوتانا (Bammera-Potana) سري ناڏا جو نوجوان همعصر هو. هن مهاڀڳت جو تيليگو ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪيو هو.

**پرينڌا دور:** هي تيليگو جو سونهري دور سڏيو وڃي ٿو ان جو سبب هيءَ آهي ته هن دؤر ۾ ڪيترائي پربنڌ لکيا ويا. ڪرشنا ديوراءِ وجيانگر جو مشهور راجا هو هو پاڻ به وڏو شاعر هو جنهن تيليگوءَ ۾ امڪتامليادا (Amukta Malyada) منظوم ڪتاب لکيو. سنسڪرت ۾ به سندس ڪيترائي ڪتاب لکيل آهن. هن پنهنجي دربار ۾ ڪيترائي وڏا شاعر عزت سان رهايا. سندس دربار "ڀون وجيا" سڏي ويندي هئي. ائن وڏن شاعرن جو سرپرست هو. جيڪي اشٽا ڏگا جاس (Ashta Digga Jas) سڏيا وڃن ٿا.

**ڏاکڻيا جنوبي دؤر:** هن دؤر کي اهو نالو ان ڪري ڏنو ويو، جو تنجور، مدورا، پدوڪوٽا ۽ ميسور ۾ ڏکڻ هند جي نايڪ راجائن جي حڪومت هئي. انهن ۾ اهڙا به هئا، جن نه رڳو تيليگو شاعرن جي سرپرستي ڪئي، پر اهي پاڻ به ان عهد جا ممتاز شاعر هئا. اهم ادبي صنفون، جيڪي ان دؤر ۾ تحرير ڪيون ويون، اهي پربنڌ ۽ يڪشاگنا (Yakshagna) آهن. 1750ع کان 1850ع وارو دؤر تيليگو ادب ۾ عام طور زوال جو عهد سمجهيو وڃي ٿو. ڇو ته انهيءَ دؤر ۾ ليڪڪ لفظي موشگافين ۽ اجاين استعارن جو شڪار ٿي ويا. منجهن شاعريءَ جو روح باقي نه رهيو. نتيجي طور شاعريءَ جو فطري حسن ختم ٿي ويو ۽ ان جو هڪ نقلي چهرو ظاهر ٿيو. هن دؤر ۾ انگريزي ادب جي جاڻن. انهن ڪمزورين کي محسوس ڪري شاعريءَ جا نوان قسم ۽ صنفون ايجاد ڪيون.

آزاديءَ جي تحريڪ سان گڏ آنڌرا پرديش جي رهواسين ۾ هڪ الڳ صوبي جي قيام لاءِ خواهش پيدا ٿي. جن شاعرن انهيءَ نقطئہ نظر جي ترجماني ڪئي، تن ۾ رايا پرولو سري وشونات، ستيانارائڻ، سري ٽي- سيتا راما مورتي ۽ ڪوڀالي سباراٿو جا نالا ذڪر جوڳا آهن. آزاديءَ بعد شاعرن جنهن ڍنگ سان پنهنجن جذبن کي اظهار ڪرڻ جي ڪوشش

ڪئي. ان کي هڪ قسم جي 'نثري شاعري' چئي سگهجي ٿو. ٻال گنگا ڌر تلڪ، انهيءَ ڍنگ جو باڪمال شاعر هو. دسرتي، اوردرا (Arudra) ديوگانند (Deveganand) سوما سندر، بوئي پيمنو ڪالوجي ۽ ڊاڪٽر نارائڻ ريڊي وڏي ڪاميابيءَ سان انهيءَ طرز کي اپنايو آهي. شري ڪندونتي انجانيت (Anjaneyth Kundunti) ان 'نثري شاعريءَ' جو ماهر استاد مڃيو وڃي ٿو.

اڪثر بنگالي ۽ هندي ناولن جو تيليگو ۾ ترجمو ٿيو آهي. مثال طور: بنگال جي اهم ليکڪن-ٽئگور، بنڪم چندر، سرت چندر ۽ هنديءَ جي پريم چند ۽ ٻين اديبن جا ناول تيليگو ۾ ترجمو ڪيا ويا آهن. اهڙيءَ طرح انگريزي، روسي ۽ ٻين مغربي ٻولين جا ناول به تيليگو ٻوليءَ ۾ ترجمو ٿيا آهن. انهن ۾ فائوسٽ، وار اينڊ پيس، ايناڪرينينا، وغيره قابلِ ذڪر آهن. ممتاز افسانه نگارن ۾ ويلي سيوارااما شاستري، سيوا سنڪرا شاستري اڊاوي باپي راجو، مني مانيڪم، گوپيچند ۽ بچي باپوءَ وغيره جا نالا وٺي سگهجن ٿا. ويرش لنگم پنتلو، تيليگو جو پهريون اديب آهي، جنهن جديد رنگ جي مضمون نگاري شروع ڪئي. پنوگنتي لڪشمي نرسمهاراٿوجي مضمونن جو مجموعو "ساڪشي" اعليٰ ادب جو نمونو آهي. تيليگو ۾ عوامي گيت به لکيا ويا آهن جن جي شعريت خالص ۽ فطري آهي. تيليگو، ڀارت جي ڪرناٽڪا رياست ۽ آنڌرا پرديش ۾ ڪثرت سان رائج آهي. هن قسم جي شاعريءَ کي ڪيترن ئي قسمن ۾ ورهايو ويو آهي. مثلاً: پوراڻي گيت جون ڪهاڻيون، تاريخي رزميا ۽ فلسفياڻا نظم وغيره. تيليگو ٻوليءَ جا ناول، ڪهاڻيون ۽ شاعريءَ جا ڪيترائي ڪتاب سنڌيءَ ۾ ۽ سنڌيءَ جا ڪجھ تخليقي ڪتاب تيليگو ۾ ترجمو ٿيا آهن.

هن ٻوليءَ کي آنڌرا (Andra)، گينٽو (Gentoo)، تيلنگاني (Talangani)، تيلنگائر (Telangire)، تيلگي (Teligi)، تينگو (Tengu)، ترنگي (Terangi)، تولنگان (Tolangon) پڻ چيو وڃي ٿو. براد (Berad)، داساري (Dasari)، ڊومارا (Domara)، گولاڙي (Golari)، ڪاماٿي (Kamathi)، ڪمٽائو (Kamtao)، ڪوندا- ريڊي (Kondar-Reddi)، سيل واري (Salewari)، تلنگانا (Telangana)، وگاڙا (Vagada)، سري ڪاڪولا (Srikakula)، وشاکاپٽنام (Vishakha Patnam)، اوپر گوداوري- رويل سما (Royal seema)، نيلور (Nellore)، گنتور (Guntore)، وداري (Vadari)، ونادي (Vanadi) وغيره هن ٻوليءَ جا لهجا شمار ڪيا وڃن ٿا. هيءَ ٻولي آنڌرا پرديش ۽ لاڳو رياستن کان سواءِ بحرين، فجي، ملائيشيا، موريشس، سنگاپور، عرب امارات، وغيره ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. 1997ع جي رپورٽ موجب هن ٻوليءَ جا 69634000 ڳالهائڻ وارا موجود هئا. دراوڙي- وچ ڏکڻ- تيلگو ٻولين جي خاندان مان آهي. هن ٻوليءَ کي تيلگو نالي الڳ لپي آهي، جنهن ۾ هيءَ ٻولي لکي وڃي ٿي. لپيءَ جو نمونو هي آهي:

**لاڪنائون ۽ اعرابون Vowels and vowel diacritics**

| | | | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| అ a | ఆ ā | ఇ i | ఈ ī | ఉ u | ఊ ū | ఋ ṛ | ౠ ṝ |
| ఎ e | ఏ ē | ఐ ai | ఒ o | ఓ ō | ఔ au | అం aṃ | అః aḥ |
| క ka | ఖ kha | గ ga | ఘ gha | ఙ ṅa | | | |
| చ ca | ఛ cha | జ ja | ఝ jha | ఞ ña | | | |
| ట ṭa | ఠ ṭha | డ ḍa | ఢ ḍha | ణ ṇa | | | |
| త ta | థ tha | ద da | ధ dha | న na | | | |
| ప pa | ఫ pha | బ ba | భ bha | మ ma | | | |
| య ya | ర ra | ల la | వ va | ళ ḷa | | | |
| శ śa | ష ṣa | స sa | హ ha | ఱ ṟa | | | |

**وينجن Consonants**

| | | | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| క ka | కా kā | కి ki | కీ kī | కు ku | కూ kū | కృ kṛ | కౄ kṝ |
| కె ke | కే kē | కై kai | కొ ko | కో kō | కౌ kau | కం kaṃ | కః kaḥ |

**تيم** (تيمي): تيم، عرب سرزمين جي ڪيترن ئي قبيلن جو نالو آهي. مثال: (1) تيم بن مره، حضرت ابوبڪر صديق رضہ جو واسطو هن قبيلي سان هو. (قريش). (2) تيم بن غالب بن فهر (قريش بنو الادرم) (3) تيم بن عبد مناة بن ادبن طابغه (مضر شاخ). بنو ضربہ، بنو قيس، بنو ثعلبہ ۽ بنو ثيبان ۾ پڻ "تيم" قبيلو موجود آهي.

**تَيَمّمُ**: پاڻي نہ ملڻ جي حالت ۾ مٽيءَ سان ڪيل وضو. 'تيمم' ڪنهن صاف پٽ تي هٿ هڻي، وضوءَ وانگر هٿن پيرن ۽ منهن کي هٿڻ کي "تيمُم" چئبو آهي. 'تميم' معنيٰ "ارادو ڪرڻ". جيڪڏهن ڪو نمازي، نماز پڙهڻ چاهي ۽ ان کي وضوءَ لاءِ پاڻي نہ ملي تہ قرآن شريف ۾ ان لاءِ "تيمم" ڪرڻ جي اجازت آهي. چاڪاڻ تہ وضو پاڪ شيءِ سان ڪري سگهبو آهي. انهيءَ ڪري پاڪ ۽ صاف مٽيءَ تي هٿ ڦيري وضوءَ جون سڀ گهرجون پوريون ڪري سگهجن ٿيون. پر ان لاءِ شرط آهي تہ پاڻي ملڻ ممڪن نہ هجي يا وري بيماريءَ جي حالت ۾ پاڻي استعمال ڪرڻ کان روڪيو ويو هجي. تيمُم کان اڳ وضوءَ جي نيت ڪئي ويندي آهي.

**تيمور لنگ**: تيمور لنگ امير تاراغاميءَ جو پٽ هو. سندس ماءُ جو نالو سڪينہ خاتون هو. هن جي خاندان جي دعويٰ هئي تہ هو چنگيز خان جي اولاد مان هو. هن خواجہ ايلغار نالي هڪ ڳوٺ ۾ 8 اپريل 1336ع تي جنم ورتو. جو هاڻي "مولود خاني" جي نالي سان مشهور آهي. تيمور کي "لنگ" ان ڪري چوندا هئا، جو هو جنگھ تي هڪ ڦٽ جي ڪري منڊو ٿي پيو هو. تيمور لنگ مشرق جو هڪ وڏو حاڪم ۽ فاتح سمجهيو ويندو آهي، جنهن جون دور دراز مهمون، هن کي ڏکڻ روس کان هندستان ۽ وچ ايشيا کان ترڪيءَ تائين وٺي ويون. "تيمور"، ترڪيءَ ۽ منگول زبان ۾ "لوهہ" کي چوندا آهن. يورپ ۾ هن کي ٽئمرلين (Tamerlane) چوندا هئا. هو برلاس جي امير طبقي مان هو، جيڪي چنگيز خان ۽ ان جي پٽن کان پوءِ ترڪي ٻولي ڳالهائيندا هئا ۽ مذهب اسلام اختيار ڪيو هئائون. تيمور ترڪي ۽ تاجڪ ٻوليون ڳالهائيندو هو. تاجڪ، فارسيءَ جي ديسي ٻولي آهي. هو اڻ پڙهيل هو، پر هن منشي ۽ محرر رکيا هئا، جيڪي ڪيس پڙهي ٻڌائيندا هئا. جن خاص ڪري تاريخ ۽ هن جون خاص مهمون "ظفر نامي" جي عنوان سان لکيون هيون. تيمور لنگ جوانيءَ ۾ ئي نهايت ذهين ۽ بهادر هو. هن جي جوانيءَ بابت ڄاڻ ٽن ذريعن کان ملي ٿي: (1) هينري ٽئين جي هسپانوي وزير وٽان، جنهن سمرقند ۾ هن عظيم مهم جُوءِ سان ملاقات ڪئي هئي. (2) دمشق جي "عرب شاهہ" نالي هڪ عرب جي تحريرن مان ۽ (3) روسي رسالي "نِڪون" ۾ لکيل تاريخ مان. حيرت جو مقام آهي تہ روسين کي جيتري تيمور لنگ بابت خبر هئي، اوتري تيمور لنگ کي روس جي باري ۾ ڄاڻ نہ هئي.


تيمور لنگ

تيمور لنگ هڪ رهزن جنگجوءَ جي حيثيت ۾ ابتدا ڪئي ۽ هن کي تورا ساٿي هئا. هڪ ڀيري هن کي رڍن جي چوري ڪندي مقابلي ۾ ڪلهي ۽ چنگهه تي زخم رسيا. جنهنڪري هو پنهنجي چنگهه ۽ ٻانهن جهڪائي نہ سگهندو هو. جڏهن 1941ع ۾ سمرقند ۾ هن جي قبر کي کوليو ويو تہ مٿس انهن زخمن جا نشان اڃا موجود هئا. تيمور لنگ جي دور ۾ سمرقند هڪ مسلسل جنگ جو مرڪز هو. شهر جي چوڌاري چغتائي خاندان جون زمينون هيون، جيڪي وڏا ويڙهاڪ ۽ جهڳڙالو هئا. انهن ۾ چنگيز خان جو ٻيو نمبر پٽ بہ هو. ڏکڻ اولهہ طرف هلاڪوءَ جي پونيرن جون ٻنيون هيون، جيڪو بہ چنگيز خان جي اولاد مان هو. اتر اولهہ طرف لشڪر زرين هو. جنهن تي ڪنهن وقت چنگيز خان جو وڏو پٽ "چوبي" راڄ ڪندو هو. اهي منگول روس جا وڏا رئيس هئا. اوڀر طرف سمرقند جون سرحدون چين سان وڃي مليون ٿي ۽ اتي بہ منگول هئا. جي چغتائي خاندان کان ڌار ٿي ويا هئا. انهن مان ترڪي ڳالهائيندڙ خانہ بدوشن ۽ فارسي ڳالهائيندڙ راهڪن ۽ نخلستانن جي رهاڪن ۾ جهيڙا فساد وڌي ويا هئا. خانہ بدوشن کي رعايت يافتہ سمجهيو ويندو هو. جن مستقل رهائش اختيار ڪئي هئي، اهي ئي زياده تر باج گذار (ڍل ڀريندڙ ) هئا. جڏهن 1361ع ۾ تيمور لنگ 25 ورهين جو هو تہ ڪيترا سَوَ ماڻهو سندس پويان لڳا. ان وقت تيمور لنگ هڪ حملي آور منگول خان جي نوڪري ڪئي هئي، جيڪو ڪاشغر جو تغلق تيمور هو ۽ جنهن کيس سمرقند جي هڪ حصي جو حاڪم بڻايو هو. 1369ع ڌاري تغلق- تيمور جي موت کانپوءِ پيٽوڻي امير حسن تيمور سان دشمنيءَ کان پوءِ، جيڪا هن جي موت تائين هلي، تيمور لنگ بلخ کان سمرقند تائين سڄي ڌرتيءَ تي قابض ٿي ويو. ان کان پوءِ هن جون سياسي، فوجي ۽ اقتصادي ڪوششون ۽ اپاءَ هڪ چٽي آدرش وانگر اڀري آيا. هن سمرقند کي پنهنجو علائقو سمجهي، ان تي پاڻ حڪومت ڪئي ۽ پنهنجي جنگي مهم دوران ڪيل سموريءَ ڦرمار مان ان کي خوشحال بڻايو ۽ اهڙو اڏي ڇڏيو جو رولو قومن ۽ آباد قومن ۾ ڪو ويڇو ۽ ڪا ڇڪتاڻ نہ رهي. هن گڏيل آباديءَ کي فوجي تربيت ڏني. ان مان پيادل لشڪر انجينئر (محاصري لاءِ) ۽ رسالا ٺاهيا. هن جي جنگي فن جو نئون طريقو اهو هو تہ هو جنگ ۾ پهرين رسالن کي منهن ۾ ڏئي، مقابلي جو ذوڌو سهسائي ويندو هو ۽ تيستائين پيادل فوج کي ترسائيندو هو جيستائين مخالف ۾ مونجهارو يا ڦڙڦوٽ نہ پئجي وڃي. تيمور لنگ جي پنهنجي علائقي جي چوڌاري زبردست ملڪ هئا. انهن مان ڪجهہ ملڪن ۾ هن مقامي حاڪمن کي شڪست ڏني هئي ۽ پوءِ کين تابعدار ۽ ڀيلين وانگر ڀيهر تخت نشين ڪيو هو انهن لاڳيتن علائقن کان گهڻو پري هن جي جنگي مهم جا ٻہ مقصد هئا. 1. ڦرمار ڪرڻ ۽ 2. ڪنهن بہ مخالف طاقت ۽ اثر رسوخ واري کي اڀرڻ کان روڪڻ، پر هن کي اتي ڪپ ڪوڙي ويهڻ جو ارادو ڪونہ هو.

1373-74ع ۽ 1388ع ۾ تيمور کي جنگي مهم آمو درياهہ مان هيٺ ڪئسپين سمنڊ ڏانهن وٺي وئي. 1376ع ۾ هن طوقتمش جي "سفيد جرڳي" ۾ مدد ڪئي، جيڪو زرين جرڳي جو حريف ٿي پيو هو. 1380ع ۾ طوقتمش زرين جرڳي کي ماري مچايو جڏهن جرڳي، روسي شهزادي دمنزيءَ هٿان شڪست کاڌي. ان ڳالهہ طوقتمش کي ايترو زورائتو ڪيو، جو تيمور 1389ع ۽ 1391ع ۾ هن تي ڪاهڻ لاءِ مجبور ٿي پيو ۽ 95_1394ع ۾ کيس مات ڏنائين. تيمور زرين جرڳي (Golden Horde) کي ايترو تہ نستو ڪري ڇڏيو جو چالي واڪي تہ نہ پر اڳتي هلي ماڻهنءَ ۾ روس جي مرڪزيت ۽ اتحاد ۾ چڱي مدد ڪيائين. تيمور کي پنهنجي فوج کي ڏورانهن ملڪن ڏانهن طويل ڪوچ ڪرائيندي ڊپ نہ ٿيندو هو جڏهن بہ سفر ۾ هوندو هو، پنهنجي فوج جي پرگهور لهندو هو ۽ نہ رڳو اڳواٽ محافظ موڪليندو هو ۽ چارين ۽ جاسوسن جا ٽولا بہ سندن مخبريءَ لاءِ موڪليندو هو. هن اهو اصول ٺاهيو هو تہ مختلف مهمون، مختلف وقتن تي، مختلف طرفن ۾ ڪري، تہ جيئن حاسد اڳواڻ سر کڻي نہ سگهن. 1381ع ۾ هن ايران تي حملو ڪيو. 1386ع، 1392ع ۽ 1399ع ۾ هن اٽي تہ سالي، پنج سالي ۽ ست سالي مهم شروع ڪئي، جا هن کي 1392ع ۾ آرمينيا ۽ جارجيا، 1399_1398ع ۾ هندستان ۽ 1402ع_1400ع ۾ شام ۽ ترڪيءَ ۾ وٺي وئي. پوئين مهم ۾ هن ائليپو ۽ دمشق تي قبضو ڪيو ۽ ترڪيءَ جي سلطان بايزيد پهرئين کي انقره وٽ شڪست ڏئي قيد ڪيو ۽ قسطنطنيہ تي عثمانيہ جي فتح کي پنجاهہ سال پٺتي ڌڪي ڇڏيو. انهن دور دراز مهمن ۾، جن جو مقصد رڳو ڦرمار ۽ ڏهڪاءُ پيدا ڪرڻ هو، هن اهي اهي ظلم ڪيا، جيڪي تاريخ وساري نٿي سگهي. دهليءَ ۾ هن هڪ لک ماڻهو مارائي، انهن جي سسين جو مينار ٺهرايو. اصفهان ۽ ايران ۾ هن ستر هزار کوپڙين جو ڍڳ لڳرايو هو. ايتري ڏاڍ ۽ انڌير کانپوءِ بہ تيمور لنگ ڪيترا محل ۽ مسجدون ٺهرايون. جن مان سڀ کان شاندار ۽ دلڪش مسجد سمرقند ۾ آهي.

چيو وڃي ٿو تہ هو چين خلاف مهم دوارن مري ويو. هن 19 جنوري 1405ع ۾ وفات ڪئي. هن جي مرڻ پڄاڻان سندس سلطنت ڪمزور ٿيندي وئي، پر هڪ صديءَ کان پوءِ هن جي پونئير بابر هندستان ۾ مغل حڪومت جو پايو وڌو. امير تيمور جو مقبرو سمرقند ۾ آهي. هن جي پيدائش بہ انهي تاريخي شهر ۾ ٿي هئي. امير تيمور جي قبر تي جيڪو پٿر لڳل آهي، اهو هڪ مغل شهزادي هندستان مان سمرقند موڪليو هو. اهو پٿر "سنگ سياه" جي نالي سان مشهور آهي. سياهہ جلالي قبر امير تيمور آهي پر ان کان پهرين ان جي روحاني استاد "سيد برڪ" مدفن آهي، ان کان سواءِ اتي امير تيور جي ننڍي پٽ شاهہ رخ (1447ع-1377ع) ۽ پوٽن محمد سلطان (1376ع- 1403ع) ۽ مرزا الغ بيگ (1396ع- 1449ع) جون پڻ قبرون موجود آهن.

**تين تال** (وچت): هي 16 ماترائن جو تال آهي، جيڪو ٽن ضربن ۽ هڪ خالي جي درميان چئن حصن ۾ ورهايل آهي. پهريون حصو سر، خالي 5 ۽ 9 تي تالي آهي. هي تال سيني تالن جو سرواڻ سڏبو. پنهنجي خاص قسم جي ضربن ۽ هڪ جهڙين ماترائن سبب تمام خوبصورت ۽ پڙت ۾ عمدو آهي. عام استعمال لاءِ هن ۾ سڀ خوبيون آهن.

ٺيڪو:

1 2 3 4 5 6 7 8 9 10 11 12 13 14 15 16
ڌا ڌن ڌن نا— ڌا ڌا ڌن نا- تا تن تن نا- ڌا ڌن ڌن نا-
X 3 0
1

هن ۾ پهرين ماترا سم جي آهي، پنجين ڀريل يا تالي آهي، نائين خالي وري سترهين ماترا ٻئي ٺيڪي جي سم ٿئي ٿي. تاليون 1، 5، ۽ 7 وڄن ٿيون. عام هلڪي ڦلڪي گايڪي، نمرين ۽ خيال ۽ درت لئي ۾ بہ وڄائي سگهبو آهي.

**تين، سورة**: 'تين' قرآن مجيد جي 95 سورت. هن ۾ 8 آيتون آهن. هي سورت مڪي آهي. هن سورت ۾ انجير، زيتون، طورسينا ۽ امير جي شهر کي گواهہ ڪري انسان کي بهترين صورت ۾ پيدا ڪرڻ جو ذڪر ڪيل آهي. هن ۾

بهترين رتبي وارو ماڻهو پيدا ڪرڻ جي شهادت ڏني آهي. هيءُ رتبو ڪنهن ٻي مخلوق کي نصيب نہ آهي ۽ پوءِ ٻڌايو ويو آهي تہ هنن انسانن مان ڪجهہ برائيءَ طرف وڃن ٿا، جيڪي اخلاقي طور تي ايترو تہ ڪري ٿا پون، جو جانورن کان بہ ڪريل ٿين ٿا. پر اهي ئي جيڪي نيڪيءَ جي راهہ کي چونڊيندا آهن تہ مخلوق ۾ وڏي مقام تي قائم ٿيندا آهن ۽ تن جي لاءِ اجرِ عظيم آهي. هيءُ خدا جو انصاف آهي ۽ اُهو سڀ کان وڏو حاڪم آهي. امام احمد، ترمذي، ابو دائود وغيره ۽ حضرت هريره رضي الله تعاليٰ عنہ کان روايت آهي تہ، رسول الله صلي الله عليہ وسلم فرمايو، جڏهن توهان ڪو سورة التين پڙهي ۽ آخري آيت جي پڄاڻي تي پهچڻ تي چوي: "ها! آئون هن تي گواهي ڏيڻ وارن مان آهيان."

**تيِورا**: هڪ ذات جو نالو. جيڪي اڳ ۾ ڪاتيون، ڪپ ۽ ترارون صاف ڪندا ۽ هٿيار سراڻ تي چاڙهيندا هئا. فارسي ٻوليءَ ۾ انهن لاءِ "صيقل گر" جو اصطلاح ڪم ايندو آهي.

**تيورا تال** (وڄت): هي روپڪ تال وانگر 7 ماترائن جو تال آهي. پر هن جي پڙت روپڪ کان مختلف آهي. منجهس ايتري نفاست بہ ڪا نہ آهي، جيڪا روپڪ ۾ ٿئي ٿي. هي تال ٽن حصن ۾ ورهايل آهي. پهرين ۽ ٻئي حصي ۾ 2+2 ماترائون آهن ٽئي حصي ۾ ٽي ماترائون آهن.

ٺيڪو

1نت 2ڪِٽ – 3گِد 4گِن – 5ڌا 6ڌن 7نا
x 2 1

ٺيڪو ٻيو

1گد 2دِي – 3ڌر 4تڪ - 5ڌا 6ڪِٽر 7تڪ
x 2 1

ٺيڪو ٽيون

ڌن نگ - ڌِن نا- ڌن ڌن نا.
x 2 1

**تيور ريسٽ هائوس**: هي ريسٽ هائوس قنبر- شهدادڪوٽ جي اولهہ ۾ 81 ڪلو ميٽرن جي فاصلي تي ڏاڙهياري جبل جي پرسان آهي. ان بابت چيو وڃي ٿو تہ انگريز ڪمشنر تيور 1887ع ۾ ٺهرايو هو. هن ريسٽ هائوس جي اڏاوت 1885ع ۾ ٿي. مزار قليچ بيگ 1885ع ۾ هت آيو ۽ ڏنائين. اشتياق انصاري صاحب جو خيال آهي تہ هي ريسٽ هائوس "مئنسفيلڊ" 1862ع ۾ ٺهرايو. جيڪو انهن ڏينهن ۾ سنڌ جو ڪمشنر هو. هي ريسٽ هائوس چشمي جي پر ۾ ٺاهيو ويو آهي.

**تيونس** (Tunisia): هن ملڪ جو سرڪاري نالو الجمهوريہ التونيس (Republic of Tunisia) آهي ۽ پراڻو نالو ڪارٿيج (Carthage) آهي. هي اتر آفريڪا جو ملڪ آهي. جنهن جي ڪل پکيڙ 164510 چورس ڪلوميٽر (633302 چورس ميل) ۽ آبادي 96 لک 45 هزار آهي. هن جي گادي جو هنڌ تيونس (Tunis) ۽ سرڪاري ٻولي عربي آهي. هتان جي موسم رومي سمنڊ جي ڪري خوشگوار آهي ۽ ملڪ جي اندرين حصن ۾ موسم خشڪ ۽ گرم هوندي آهي. تيونس جي مکيہ زرعي پيداوار ڪڻڪ، جَوَ، زيتون، ڪجي، مٺو ميوو، انگور، سنگترو، ليمون، پستا، ٻاجهيون، انجير آهي. جڏهن تہ مکيہ صنعتون کنڊ، آئل ريفائنري، سيمنٽ، ٽيڪسٽائيل، فوڊ پروسيسنگ، تيل جون شيون، عمارتي سامان، گيهہ ۽ شيشو ٺاهڻ آهي. تيونس هڪ آزاد جمهوريہ آهي، جتي صدارتي طرز جي حڪومت قائم آهي. صدر رياست جو




مملڪتي اڳواڻ (Head of State)، سيني انتظامي اختيارن جو مالڪ ۽ هٿياربند فوج جو سپريم ڪمانڊر آهي. صدر 5 سالن لاءِ عوام جي ووٽن سان چونڊيو ويندو آهي. حڪومت جو اڳواڻ وزيراعظم هوندو آهي، جنهن کي صدر نامزد ڪندو آهي. تيونس جي آزاديءَ جو ڏهاڙو 20 مارچ 1956ع آهي ۽ ملڪ کي گڏيل قومن جي اداري (UNO) جي ميمبرشپ 12 نومبر 1956ع کان آهي.

**تيِوٽا**: هڪ ذات جو نالو. سنڌ جو مشهور شاعر "حفيظ"، ذات جو تيِوٽو هو. جنهن جو چيل "مومل- راڻي جو قصو" مشهور آهي. ان کان سواءِ گلشير تيوٽو هڪ سٺو راڳي ٿي گذريو آهي. جيڪو يڪتاري تي ڳائيندو هو.

**تيوٽا**[2]: هن نالي سان تعلقي وارهہ، ضلعي لاڙڪاڻي جي ديهہ "چوڏيرو" ۾ هڪ ڳوٺ آباد آهي. جنهن ۾ هڪ هزار کان مٿي ماڻهو رهندڙ آهن. هتي پرائمري اسڪول موجود آهي.

- ساڳئي نالي سان ميهڙ جي پرسان بہ هڪ ڳوٺ آباد آهي.

**تيوٽو، حفيظ**: مشهور سگهڙ شاعر حفيظ تيوٽي جو اصل نالو لال بخش، ذات جو تيوٽو هو. ڳوٺ ڏاتي تيوٽي تعلقي وارهہ ضلع لاڙڪاڻي ۾ ڄائو. پاڻ بلڪل اڻ پڙهيل هو. جوانيءَ ۾ همت پريو شخص هو. سڄي عمر مينهون چاريائين. مينهن سان ايتري تہ محبت هوندي هيس، جو انهن کي مومل، هير، سهڻي ۽ سسئي وغيره جي نالن سان سڏيندو هو. ماتا جي بيماري ٿيس. جنهن ۾ اکين کان نابينا ٿي پيو ۽ اهڙو حال وٺي شاهہ گودڙيي تي وڃي رهيو ۽ دعائون گهرندو رهيو. هڪ روايت مطابق ارشاد ٿيس تہ "تنهنجي دعا قبول پيئي، هاڻي تون موٽي وڃ ۽ تون لالو فقير نہ، پر حفيظ آهين." اتان ڳوٺ اچي شاهہ گودڙيي جي ساراهہ ۾ شعر چيائين. حفيظ تيوٽي جو جنم 1810ع ڌاري ٿيو. سنڌس ڪلام، بيتن، ڪافين ۽ مثنوين وغيره تي مشتمل آهي. پاڻ هڪ وڏو سگهڙ شاعر هو. بيتن ۾ چيل مومل راڻي جو قصو منڌ کان پڄاڙيءَ تائين تمام منفرد ۽ نرالي رنگ ۾ جوڙيائين. حفيظ جو ڪلام "لعلو حفيظ" جي نالي سان مرزا قليچ بيگ ڇپرايو هو. جنهن ۾ مومل راڻي بابت شعر ڇپيل آهن. هن قصي بابت حامد علي خانائي لکيو هو تہ: "سموري قصي کي شاعر تفصيل سان نهايت سهڻي رنگ ۽ ڍنگ سان جوڙيو آهي. ان مان اصليت جي بوءِ پئي اچي ۽ منجهن مبالغو نظر ڪو نہ ٿو اچي. سمورو الميہ داستان، درد ۽ سوز سان ڀريل آهي. هن ۾ عورت، مرد جي محبت ۽ قرباني جو ذڪر آهي. نہ صرف اهو پر ان مان سنڌي تهذيب ۽ تمدن، رسم و رواج ۽ مهمان نوازيءَ جهڙين خوبين جو پتو پوي ٿو. حفيظ تيوٽي جي وفات 1885ع ڌاري ٿي.

اڳي سنڌس 'مومل راڻي' وارا بيت درسي ڪتابن ۾ بہ شامل هئا. پر هن وقت درسي ڪتاب تبديل ٿيا آهن. ڪلام ۾ "حفيظ تيوٽو" ۽ "لالو" تخلص طور ڪم آندو اٿس. خاص و عام ۾ حفيظ تيوٽي جي نالي سان ڄاتو سڃاتو وڃي ٿو. هڪ اندازي موجب 1890ع ۾ وفات ڪيائين.

# ٽ

**ٽاڏل:** هڪڙي قسم جو فرحت ڏيندڙ شربت، جيڪو گرميءَ جي مند ۾ پيئبو آهي. ڏاٽا، وڏف، جيرو، چار مغز ۽ ٻيون شيون، مصريءَ سان گڏ ڏنڊي ڪونڍي ۾ گھوٽي ٽاڏل تيار ڪئي وڃي ٿي. اڄڪلهه اها مشين ذريعي پڻ گھوٽي وڃي ٿي. ڪن هنڌن تي ٽاڏل ۾ پواڙي، گدري جا ٻج، ڪارا مرچ، نيلوفر، خس خس ۽ باداميون به گڏي گھوٽيندا آهن. هي خالص سنڌي مشروب آهي. سنڌ ۾ ٺٽي جي مشهور 'درس' دواخاني جي ٽاڏل ۽ نوابشاهه جي "معاذ" ٽاڏل وڏي پيماني تي مشهور آهي. هاڻي ڪي ٻيون ڪمپنيون به ٽاڏل ناهين ٿيون.

**ٽار:** پيتل اٽي گڏ ڪرڻ جو ٺڪر جو وڏو ٿالهه، جيڪو ٻن کان ٽن فوٽن جي قطر جو ٿئي. جنهن جا ڪنارا اڌ فوٽ گولائيءَ تي اڀا هجن. ٽار جي وچ تي جنڊ رکيل هوندو آهي. ٻڪي وجهڻ کان پوءِ جنڊ گھمائبو ته پيتل اٽو انهيءَ ٿانو ۾ گڏ ٿيندو، جنهن کي "ٽار" چوندا آهن.

'ٿال' يا 'ٿالهه'، 'ر' جي 'ل' ۾ تبديل ٿيل صورت چئي سگھجي ٿي.

ڪمند کي چيچڙي ۾ پيڙڻ کان پوءِ ان جي رس کي جنهن ڪڙاهيءَ ۾ گڏ ڪبو آهي، ان کي به "ٽاري" چوندا آهن.

**ٽارا:** ٽالپرن جي هڪ پاڙي جو نالو.

- ڪتاب "پنجاب ڪي ذاتين" ۾ لکيل آهي ته ٽارا، ترخانن جو پاڙو آهن. جيڪي لوهه ۽ ڪاٺ جو ڪم ڪندا آهن.

**ٽاربُنگار:** سومرا دور جا هي قديم دڙا، تعلقي جهڏي ضلعي ميرپورخاص ۾ موجود آهن. ماڳ جا ڪنڊر 3x3 فرلانگن ۾ پکڙيل آهن. هڪ روايت موجب هتي سومرن ۽ علاؤالدين جي وچ ۾ وڏي تاريخي جنگ لڳي هئي، جنهن ۾ دودي سومري پنهنجي سِر جو نذرانو ڏئي تاريخ ۾ پنهنجو سربلند ڪيو هو. هيءَ جنگ جو ميدان آهي.

**ٽار/ٽالهه گھمائڻ جي رسم:** شاديءَ جي هڪ رسم. سنڌ ۾ شادين دوران ڪيترين ئي رسمون ادا ڪيون وينديون آهن. ٽار گھمائڻ به انهن مان هڪ آهي، جڏهن گھوٽ ڄڃ وٺي ڪنوار جي گھر ايندو آهي ۽ لانئون لهي ڪنوار کي وٺي ويندو آهي. ان دوران هيءَ رسم ٿيندي آهي. ڪنواريتيون عورتون هڪڙي ٿالهه ۾ ڪٽڪ جو اٽو ڳوهي، ٿڦي، ان جي چوڌاري ننڍا ڪانا ڪوڙي وچ ۾ ڪٽڪ جي اٽي جا ست ڏيئا جوڙي، انهن ۾ ڳائو گيهه ۽ ماکي وجهي روشن ڪنديون آهن. ڪانن مٿان ڳاڙهو ڪپڙو وجهي، سڄي راڄ جون آيل مايون ان جي چوڌاري ڦرنديون ۽ ڳائينديون آهن. اهو ٿالهه ڪنواري (اهنير) ڪڻندو آهي، پوءِ ان سان مذاق مسخريون ڪنديون، اهو ٿالهه ڪنهن واهه، واٽر يا تلاءَ ۾ اڇلينديون آهن. هن رسم بابت ڪيترائي ڳيچ به موجود آهن جيڪي هو چونديون آهن. اها ٽار/ٽالهه گھمائڻ جي رسم اڄ به ڪٿي ڪٿي ٻهراڙين ۾ رائج آهي. هن رسم جو ڳيچ، جڏهن ڪنواري ٿالهه ڪڻندو، ته عورتون هن ريت ڳائينديون آهن:

ڪنواري ڪنواري، ڏول ٻڏلو،
ڪنواري چيلهه ۾ ڪوڙيو ڪِلو

**ٽارهو / ٻھڙ:** ٽارهي پکيءَ جي ماديءَ کي ٻھڙ چون ۽ نر کي ٽارهو هي پکي ڪوهه قاف جبلن کان سياري جي مند ۾ سنڌ ۾ ايندو آهي. هن جي ڳچي ڳاڙهي ۽ پيٽ ميرانجهڙو ٿيندو آهي. ٻھڙ جو مٿو ڪارسرو ميرو هوندو آهي ۽ ڪنين جو مٿيون حصو رنگين ٿيندو آهي.

**ٽاريلي بُلبل** Red-vented Bulbul / *Pycnonotus cafer*: هيءَ بلبل 20 سينٽي ميٽر جسامت جي ٿئي ٿي. هن جي پُٺيءَ جو رنگ گھرو ڀِڪ ناسي ٿئي، هن کي ڪاري هلڪي ناسي سِسيءَ تي ننڍڙي چوٽي هوندي آهي. پڇ ڳاڙهو ۽ پُڇ جي چوٽي اڇي ٿئيس. هيءَ بلبل ڍِڄڻي طبيعت جي نه آهي ۽ ماڻهن سان جلدي هِري وڃي ٿي، اڪثر ماڻهو هن کي هٿ تي پاليندا به آهن. هيءَ بلبل سڄي اپکنڊ ۾ ٿئي ٿي، پر بلوچستان ۽ سرحد ۾ ڪانه ٿئي. هر علائقي جي مند آهر سڄي سال ۾ ڪنهن به وقت افزائش نسل ڪري ٿي ۽ زمين کان مٿي (هڪ کان نَو ميٽر) اوچائيءَ تي وڻن ۾، ٻوڙن ۾ يا عمارتن ۾ آکيرو ناهيندي آهي. هن جي ٻولي ايئن محسوس ٿيندي آهي، ڄڻ خبرداريءَ جو اطلاع ڏيندي هجي "ٻُربل ... ٻُربل ..." انگريز ان لاءِ چون ٿا، جو ڄڻ ته اها چوي ٿي:

" Be quick .... Be quick يا Be-care-ful".


ٽاريلي بلبل

**ٽاڦو:** هُرلي يا نار ۾ ڪم ايندڙ هڪ ڪاٺي، چڪر ۽ پاڻڊي جو وچيون ٿلهو تختو، جنهن تي نيسر رکجي ته ان کي 'ٽاڦو' چوندا آهن.

**ٽاڦي:** (ڏسو: ٽيٽي)

**ٽاڪ:** رهڻ جو مستقل هنڌ. منزل تي پهچڻ کان اڳ اهڙي جاءِ، جتي گهڙي ڪن ويهي ڏاهو ڪجي. چور جهنگ ۾ لڪڻ لاءِ جيڪا ڳجهي جاءِ ناهيندا، ان کي به "ٽاڪ" چوندا آهن ۽ جتي مال لڪائين. ان کي "ٽُر" چون. شيخ اياز جي مشهور وائي آهي:

ٽُر ۾ ڪهڙا ٽاڪ ٽڪن جا.
ٽُر ۾ ڪهڙا ٽاڪ!

**ٽالهه:** هڪ قسم جو ٿانءُ، جيڪو عام طرح ٿامي، جست يا پتل جو ٺهيل هوندو آهي ۽ اٽي ڳوهڻ، رڌ پچاءُ يا ڪاڏي ڪاڻ ۾ استعمال ٿيندو


ٽالهه

آهي. ٿالهہ لوهہ ۽ ڪنجهي جو بہ ٿيندو آهي، جيڪو وري ڪپڙن ڌوئڻ يا ٻئي ڪنهن ڪم ۾ استعمال ٿيندو آهي. جڏهن تہ اهڙي ننڍي ٿانءَ کي ٿالهي چئبو آهي. ٿالهي ٺاڪڙي ۽ ويڪري ٿيندي آهي. عام طرح ماني، ڀوڙ، ڀت ۽ ڀاڄيءَ وغيره کائڻ لاءِ ڪم ۾ ايندي آهي.


ٿالهي

**ٿالهي:** ڌاتوءَ جو ٺهيل ٿانءُ. ٿالهي کاڌي لاءِ بہ ڪم اچي تہ ڀڄن ڀاوَ ۾ وڄائڻ لاءِ بہ استعمال ٿيندي آهي. اُها ٿالهي خاص ڪنجهي مان ٺهندي آهي. ان جي وچ ۾ سوراخ ڪري ڌور وجهي، ٿالهيون/ٺليون ڀاڻ ۾ ملائي وڄائيندا آهن. موهن جي دڙي جي کوٽائيءَ دوران هٿ آيل قديم ٿالهيون ٺڪر جون ٺهيل هيون.

**ٿالهي-ڦار** (Disc Cotulter): هر جو قسم. ٿالهي هر وانگر هر جي ڦار جو موڪرو گولائون نمونو، جيڪو هر هلائڻ سان ڦري ٿو ۽ زمين ۾ ايو چير ڪري ٿو. هي ڪيڙيل پتر کي اڻ ڪيڙيل زمين کان ڌار ڪري ٿو، جنهن کي پوءِ هر وارو گهوڙو (Share) ۽ ڪَنر (Hould Board) پڇي پوري بنجهو بنائين ٿا.

**ٿالهين وارو هر** (Disc Plough): هر جو نمونو، جنهن ۾ ٿالهين جهڙا ڳرا ڦيٿا لڳل ٿين ٿا، جيڪي الڳ الڳ هوندا آهن ۽ عام طور هر جي هلڻ وقت هڪ خاص ڪنڊ (35 ڊگرين ۽ 40 ڊگرين جي وچ ۾) ٿاهي ڦرندا آهن ۽ زمين کيڙيندا مٽيءَ کي هڪڙي پاسي ڦٽو ڪندا ويندا آهن. بلڪ ڪي قدر زمين کي پوريندا بہ آهن. هنن ٿالهين جو قطر عام طور 50 کان 80 سينٽي ميٽر (20 کان 30 انچ) هوندو آهي. بعضي هنن ٿالهين سان زمين


ٿالهين وارو هر

کرڙڻ وارا پرزا لڳايا ويندا آهن، جيڪي مٿان چڙهيل ڪپ ۽ مٽيءَ کي کرڙيندا ويندا آهن. اهي ٿالهيون سنهيون سڌيون يا کُپ سان هونديون آهن. کپ واريون ٿالهيون سخت زمين ۾ وڏيڪ گهاءُ (چير) ۽ کيڙ ڪن ٿيون. ٿالهين وارا هر کهري زمين ۾ اونهي کيڙ ۽ ٽڪري پوک لاءِ ڪتب اچن ٿا.

**ٿامس ايچ. ويلر:** پوليو جي جراثيمن تي تحقيق ڪندڙ ٿامس. ايچ. ويلر (Thomas. H. Weller) کي پوليو مائيليٽس جي گهرڙن ڪولڻ ۾ ڪاميابي تي 1954ع جو طب جو نوبل انعام ڏنو ويو هو. سندس هن انعام ۾ روبنز (Robbins) ۽ اينڊرس (Enders) بہ شامل هئا. هن جي تحقيق مان پوليو جي وئڪسين ٺاهڻ ۾ مدد ملي. هن مشيگن (Hichigon) يونيورسٽيءَ مان گريجوئيشن ڪرڻ کان پوءِ هارورڊ يونيورسٽيءَ مان 1940ع ۾ اي. ڊي جي ڊگري ورتي. 1942ع تائين هارورڊ ميڊيڪل اسڪول سان وابستہ رهيو ۽ پوءِ آمريڪي فوج ۾ شموليت اختيار ڪيائين. ٻي عالمي جنگ دوران هن آمريڪي فوج ۾ طبي خدمتون سرانجام ڏنيون. 1949ع ۾ کيس بوسٽن جي ٻارن واري مرڪز جي تجربي گاهہ ۾ اسسٽنٽ ڊائريڪٽر مقرر ڪيو ويو، اتي تحقيق ڪرڻ تي کيس 1954ع ۾ نوبل انعام ڏنو ويو.



**ٿامس ايڊيسن** (1847-1931): 19 صديءَ جو آمريڪي سائنسدان ٿامس الوا ايڊيسن ڪنهن بہ تعارف جو محتاج ناهي، ڇو تہ اسان روز مرهہ زندگيءَ ۾ ڪيتريون ئي اهڙيون شيون استعمال ڪريون ٿا، جيڪي سندس جوڙيل آهن. برقي پيغام رسائيندڙ ٽرانسميٽر، فونوگراف، سئنيما جو فلم پروجيڪٽر، بجليءَ جو موٽر ۽ بلب جهڙيون اهم ايجادون ايڊيسن هٿان ئي ٿيون. ٿامس فونوگراف ايڊيسن، 11 فيبروري 1847ع تي ميلان شهر ۾ پيدا ٿيو. هو پنهنجي پيءُ ماءُ جو ستون نمبر اولاد هو. ٿامس ايڊيسن کي پنهنجي بي پناهہ صلاحيتن، ذاتي همت، مستقل مزاجيءَ ۽ تجرباتي سائنس سان بيحد لڳاءَ هو، جنهن کيس پنهنجي دؤر ۾ مجتا جي اهڙي بُلند مقام تي رسايو، جيڪو تمام گهٽ ماڻهن کي ملي سگهيو آهي. اسان جي سڌريل سماج ۽ جديد تهذيب کي سنوارڻ ۽ سجائڻ ۾ ٿامس ايڊيسن جو وڏو هٿ آهي. چيو ويندو آهي تہ بجليءَ واري بيٽري تيار ڪرڻ لاءِ ايڊيسن ڏهہ هزار شين کي ملايو، پر اهي ڪيميائي طور درست ثابت ٿي نہ سگهيون. پوءِ بہ هو مسلسل محنت ۽ جدوجهد ڪندو رهيو. ٿامس ايڊيسن کي ننڍپڻ کان ئي تجربن ڪرڻ جو شوق هو ۽ هو هر شيءِ جي انت تي رسڻ چاهيندو هو. ايڊيسن کي اهو اعتماد، مستقل مزاجي ۽ حد کان وڌيڪ ڪم جي قوت پنهنجي وڏن کان ورثي ۾ ملي هئي.



هُن ٻين ايجادن سان گڏ هڪ ڪامياب فونوگراف ۽ ڪاربن ٽيليگراف پڻ ٺاهيو. ايڊيسن کي محنت جو اجورو جلد ئي ملي ويو. هڪ واپاريءَ سندس ايجاد ڪيل شيون چاليهہ هزار ڊالرن ۾ خريد ڪري ورتيون. اها رقم هن جي وهم ۽ گمان کان بہ وڌيڪ هئي. هو ڏينهن رات انهن خيالن ۾ غرق رهندو هو. هن ڏاڍي ڏکيائيءَ سان ٿورو وقت شادي ڪرڻ لاءِ ڪڍيو. پوءِ کيس ٻہ ٻار پيدا ٿيا. جن کي هو برقي تار واري ٻولي ۾ "ڊاٽ" ۽ "ڊيش" سڏيندو هو. جڏهن بہ ڪا گهڙي واندي ملندي هئس تہ ايڊيسن ٻارن سان گهر ۾ قسمين قسمين رانديون کيڏندو هو ۽ سمورو وقت ساڻن گڏ گذاريندو هو. جڏهن ايڊيسن بجليءَ جو بلب جوڙڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو تہ انهن ڏينهن ۾ هن جي گهر واري دل جي بيماريءَ سبب گذاري ويئي. 18 مهينن کان پوءِ هن ٻي شادي ڪئي. پهرين جنوري 1879ع جي هڪ شام جو ايڊيسن جي ٺاهيل بلب رات کي ڏينهن ۾ تبديل ڪري ڇڏيو. فرانس،

انگلينڊ ۽ روس ۾ ٻيا بہ ڪيترائي سائنسدان اهڙين ڪوششن ۾ رُڌل هئا. پر انهن ڪاميابي نہ ماڻي، جيڪا ايڊيسن جي حصي ۾ آئي. هن پنهنجي حياتيءَ جي آخري گهڙيءَ تائين ڪم ڪيو. 1882ع ڌاري هن دنيا جو پهريون روشنيءَ جو مرڪزي بجلي گهر ٺاهيو. هن جي عمر چوراسي سالن کي پهتي، پر شايد ڪو هڪڙو بہ ڏينهن هن عظيم انسان اجايو نہ وڃايو. ٿامس ايڊيسن چرپر ڪندڙ تصوير ۽ آواز کي گڏ محفوظ ڪري ڏيکاريو ۽ 'ڪائنيٽو اسڪوپ' (سئنيما جو شروعاتي نمونو) پيش ڪيو. ايڊيسن موت کان نہ ڊڄندو هو. ۽ ان کي نئين زندگيءَ جي ابتدا ڄاڻندو هو، جتي اچا بہ وڌيڪ تجربا ڪري سگهجن ٿا. سندس آخري لفظ هي هئا: "مون پنهنجو ڪم ختم ڪري ڇڏيو آهي ۽ ٻيءَ دنيا ڏانهن وڃڻ لاءِ تيار آهيان." سندس موت ويسٽ اورنج نيو جرمنيءَ ۾ 1931ع ۾ ٿيو. سوين ايجادون ٿامس ايڊيسن جو ڪارنامو آهن، جن ۾ ريلوي سگنل، ٽائپ جون مشينون، ڊائنوما بيٽريون، برقي گولو وغيره اچي وڃن ٿيون. هو پنهنجي ڪاوشن ۽ سائنسي ايجادن جي ڪري دنيا ۾ سدائين زنده رهندو.

**ٿامس جيفرسن** (1743-1826ع): آمريڪا جو اڳوڻو صدر ٿامس جيفرسن ڪيترين ئي صلاحيتن جو مالڪ هو. نئين عوامي راڄ جي مکيہ مدبر هئڻ سان گڏوگڏ، هو هڪ مڃيل اديب، معمار، مؤجد ۽ نباتات جو ماهر بہ هو. هيڏن سارن ميدانن ۾ پاڻ ملهائڻ مان ئي سندس عقل جي اڪابريءَ جو اندازو ڪري سگهجي ٿو.

جيفرسن اولهندي ورجينيا جي هڪ ڪڙميءَ جو پٽ هو. نوجوانيءَ ۾ هن کي سائنس پڙهڻ جو شوق هوندو هو، پر جيئن تہ ان زماني ۾ سائنس جي ميدان ۾ ڪي ٿورڙا ئي پيشا اختيار ڪري سگهبا هئا، تنهنڪري هن قانون پڙهڻ کي ترجيح ڏني.



جيفرسن 1775ع واري ٻي ڪانٽيننٽل ڪانگريس ۾ شريڪ ٿيندڙ ورجينيا جي عيوضين مان هڪ هو. هڪ سال کان پوءِ جڏهن انگريزن سان ٺاهہ جون ڳالهيون ناڪام ٿيون، تڏهن ڪانگريس، جيفرسن سميت ڪجهہ ماڻهن تي مشتمل هڪ ڪاميٽي ٺاهي، جنهن تي "آزاديءَ جي پڌرنامي" جوڙڻ جو ڪم رکيو ويو. جيفرسن پڌرنامي جو پهريون مسودو لکيو. انهيءَ مسودي جوڙڻ ۾ جيتوڻيڪ ٻين عيوضين بہ ساڻس هٿ ونڊايو، پر آخري دستاويز جيفرسن ئي ٺاهيو هو. انهيءَ دستاويز جو بنيادي نُهراءُ هو تہ: " ماڻهن مٿان حڪومت انهيءَ ڪري قائم ڪئي ويندي آهي تہ جيئن اها سندن "جياپي، آزاديءَ ۽ خوشي ماڻڻ" وارن نہ کسڻ جوڳن حقن جي حفاظت ڪري سگهي ۽ جڏهن بہ ڪا حڪومت انهن مقصدن تي پاڻي ڦيرڻ تي سندرو ٻڌي بيهي تہ ماڻهن کي اهڙي حڪومت بدلائڻ يا ختم ڪرڻ جو حق ٿو پهچي."

جيتوڻيڪ ان نُهراءَ جيفرسن پاران ٺاهيل ڪنهن متي تي مدار نہ ٿي رکيو ۽ اهو روشن خياليءَ جو اڳواڻ ئي مڃيل هڪ متو هو، پر جنهن وضاحت سان هن انهيءَ متي جو پرچار ڪيو، تنهن نہ صرف سندس آمريڪي همعصرن، پر ٻين ملڪن جي انقلابين ۾ بہ آزاديءَ جو جذبو جاڳايو.

جيفرسن ورجينيا موٽي آيو تہ قانون ساز مجلس جو ميمبر چونڊجي ويو. هن سخت مخالفت جي باوجود اُتان جي قانون کي نرم ڪرڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي. هن مفت تعليم ۽ روشن خياليءَ تي ٻڌل فوجداري ضابطو ٺاهڻ ۽ آهستي آهستي غلامن کي آزاد ڪرڻ واريون جيڪي رٿون پيش ڪيون، سي سڀ رد ڪيون ويون. پر سندس پيش ڪيل اهو بل منظور ٿي قانون بڻجي ويو، جنهن ۾ ڏيساور مان غلام آڻڻ تي بندش وجهڻ جي تجويز ڏنل هئي. ڏهن سالن جي سخت جدوجهد کانپوءِ هو مذهبي آزاديءَ جو قانون پاس ڪرائڻ ۾ بہ ڪامياب ٿي ويو، جنهن مطابق چرچ ۽ رياست کي هڪٻئي کان جدا ڪيو ويو.

جيفرسن کي 1779ع ۾ ورجينيا جو گورنر چونڊيو ويو. هن جي عهدي واري مدي ۾ برطانوي فوج جي ڪاهہ سبباں رخنو پئجي ويو. هو 1781ع ۾ رٽائرڊ ٿي، پنهنجي جاگير مونٽيسيليو ۾ وڃي رهيو.

1789ع ۾ فرانس ۾ انقلاب آيو، جنهنڪري جيفرسن پنهنجي ملڪ موٽي آيو ۽ صدر واشنگٽن طرفان پرڏيهي وزير ٿيڻ جي آڇ قبول ڪيائين. جلد ئي خزاني جي وزير هيملٽن سان سندس اختلاف ٿي پيا. هيملٽن جي پارٽي اهڙي وفاق ۽ مضبوط مرڪزي حڪومت جي حامي هئي، جنهن تي مالدار ماڻهو حاوي هجن ۽ جيڪي برطانيہ سان ويجهڙائيءَ وارا ناتا رکي سگهن. جيفرسن ان جي ابتڙ مرڪزيت جو مخالف ۽ طاقت کي ننڍين اڪاين ۾ ورهائڻ جو حامي هو ۽ عوامي راڄ جي پيداواري قوتن، خاص ڪري هارين ڏانهن وڌيڪ لاڙو رکندو هو. تنهن کان سواءِ هو انگريزن تي اعتبار ڪرڻ لاءِ بلڪل تيار نہ هو. جيفرسن جي پارٽي جيڪا ان زماني ۾ ريپبلڪن پارٽي سڏبي هئي، سا هاڻي ڊيموڪريٽڪ پارٽي سڏجي ٿي.

جيفرسن 1793ع ۾ ڪابينا مان استعفا ڏئي ڇڏي. بعد ۾ هو، جان ائڊم جي هٿ هيٺ نائب صدر ٿي رهيو ۽ 1800ع ۾ پاڻ صدر چونڊجي ويو. هن صدر ٿيڻ شرط حڪومتي خرچ گهٽائڻ جي شروعات ڪئي. فوجي خرچ توڙي محصول هئي تيزيءَ سان گهٽايا ويا. پر عجب جهڙي ڳالهہ اها آهي تہ هن خرچ گهٽائڻ واري پنهنجي مهم ۽ مرڪزيت خلاف پنهنجي اڳئين احتجاج جي ابتڙ لُوزيانا جو وسيع علائقو خريد ڪري ورتو اهو وسيع علائقو، نيپولين 1800ع ۾ اسپين کان حاصل ڪيو هو. توڙي جو ٿوري وقت لاءِ اسپين جي هٿن ۾ رهيو هو. اها خريداري سندس صدارت واري مدي جو مکيہ واقعو آهي. جيفرسن جي صدارت واري ٻئي مدي ۾ فرانس يا برطانيہ مان ڪنهن هڪ سان جنگ جا امڪان وڌڻ لڳا. انهن طاقتن مان هر هڪ جي ڪوشش هئي تہ پنهنجي مخالف جي واپار کي ڪاپاري ڌڪ هڻجي. ٻنهي ملڪن اهڙا قانون ٺاهيا هئا، جن ۾ غيرجانبدار ملڪن کي مخالف ملڪن سان واپار ڪرڻ جي منع ٿيل هئي. انهن قانونن جي ڪري آمريڪي جهازراني ڏچي ۾ پئجي وئي هئي. جيفرسن جنگ ٽارڻ جو پڪو پهہ ڪندي ڪانگريس کان ايمبارگو ائڪٽ (بندش جو قانون) منظور ڪرايو، جنهن مطابق آمريڪي ماڻهن مٿان سمنڊ پار واپار ڪرڻ تي بندش پئجي وئي. جيفرسن جيتوڻيڪ انهيءَ قانون وسيلي يورپي طاقتن تي اقتصادي دٻاءُ وجهڻ پئي چاهيو، پر ان جو نتيجو ابتڙ نڪتو ۽ آمريڪين کي سخت مشڪلاتن مان لنگهڻو پيو، جنهنڪري نيو انگلينڊ جون ڪيترين ئي رياستون جدا ٿيڻ لاءِ تيار ٿي ويون. جيفرسن جي عهدي ڇڏڻ کان ٿورڙو ئي اڳي اهو قانون رد ڪيو ويو.

مونٽيسيلو موٽڻ کان پوءِ جيفرسن پنهنجي جاگير ۾ پوڪيءَ جي ڪم ۾ لڳي ويو ۽ ڪيترا ذهني ڪم ڪرڻ سان گڏ تخليقي ڪم ڪرڻ لڳو. هن جو آخري عوامي ڪارنامو، ورجينيا يونيورسٽي قائم ڪرڻ هو. اها يونيورسٽي جيفرسن جي پنهنجي ذهن جي تخليق هئي. هن نه صرف ان جي عمارت جو نقشو، پر سندس نصاب به پاڻ ٺاهيو هو.

جيفرسن جي سرگرم ۽ لاپائتي زندگي، 4 جولاءِ 1826ع تي پنهنجي پڄاڻيءَ تي پهتي، جڏهن آزاديءَ جي پڌرنامي تي صحيحن ٿيڻ جي پنجاهين سالگره ملهائجي رهي هئي.

**ٿامس مان** (Thomas, Mann): ٿامس مان 6 جون 1875ع تي جرمنيءَ جي شهر ليوبڪ ۾ ڄائو. 1891ع ۾ سندس پيءُ مري ويو ته ليوبڪ مان ميونخ هليو ويو، جتي 1933ع تائين رهيو.



ميونخ ان وقت جرمنيءَ جي فن ۽ ادب جو مرڪز ليکيو ويندو هو. شروع ۾ هن هڪ انشورنس ڪمپنيءَ ۾ ملازمت اختيار ڪئي ۽ پوءِ هڪ هفتيوار رسالي (Simplicissimus) جي ادارتي عملي ۾ شامل ٿي ويو. هن انهيءَ رسالي ۾ طنزيه ڪالم لکڻ شروع ڪيا. سندس وڏو ڀاءُ هنريڪ به ليکڪ هو. ٿامس مان جي ڪهاڻين جو پهريون مجموعو "Der Kleine Herr Fried Mann" جي نالي سان 1898ع ۾ ڇپيو، جنهن تي جمالياتي فڪر سان گڏ شو پنهار ۽ نتشي جي فلسفي جو به اثر نمايان نظر اچي ٿو. سندس ڪهاڻيون گهڻو ڪري اهڙي فنڪار جي مسئلن جي چوڌاري گهمن ڦرن ٿيون، جيڪو موجوده دور جي بي معنا زندگيءَ سان وڙهندو ۽ جهيڙيندو نظر اچي ٿو. 1905ع ۾ سندس شادي ٿي جنهن مان ڪيس ڇهه ٻار ڄاوا. ٻنهي (زال ۽ مڙس) جو ساٿ انتهائي ڪامياب رهيو. هڪ مصنف جي اعصابي ڪشمڪش تي سندس زبردست ناول (Death In Venice) ڇپيو، جيڪو المناڪي جي طرزِ تحرير جو شاهڪار ثابت ٿيو. ڪيس ناول نگاري ۽ مضمون نويسيءَ تي سال 1929ع جو نوبل انعام عطا ڪيو ويو هو. جيڪو سندس ناولن "بڊن بروڪس" (Budden Brooks) (1900ع) "ڊيٿ ان وينس" (Death In Venice) (1912ع) ۽ "دي ميجڪ مائونٽين" (The Magic Mountain) (1924ع) تي ڏنو ويو هو. پهرين عالمي جنگ لڳي ته هن جي ڀاءُ اعتراض ڪيو ته جرمن ڪهڙا هدف ڪٿي هن جنگ ۾ ڪڏي پيو آهي. هن هڪ ڪتاب Unpolitical Man (1918ع) ۾ لکي ان جو جواب ڏنو. منڊ ۾ هي ٻن جرمن مفڪرن پال انتون ڊي ليگرڊ (Paul Anton De Legarde) ۽ هائوسٽن اسٽيورٽ چيمبر ان (Houston Stewart Chamberlain) جي ان نظريي جو حامي هو ته جرمن دنيا تي حڪومت ڪرڻ لاءِ پيدا ٿيا آهن. جو سندن نسل چند ۽ اعليٰ آهي. پر جلد ئي هن ان نظريي تان هٿ ڪٽي ورتو 1919ع ۾ هن جي تصنيف "The Magic Mountain" شايع ٿي جنهن ۾ هي آمريت جي بجاءِ جمهوريت جو حامي نظر آيو. جلد ئي هن جا ٻيا ٻه ناول "Early Sorrow" ۽ "Maryland Magician" شايع ٿيا. ٻنهي ناولن مان سندس سياسي ڄاڻ جي خبر پوي ٿي. ان کان سواءِ به سندس ڪيترائي ڪتاب ڇپيا. توڙي جو سندس لکڻيون اهڙيون سوليون ۽ساديون ڪونه هيون، پر پوءِ به هن جي لکڻين ماڻهن جي ذهن تي هڪ ڇاپ ڇڏي. ٿامس مان، ويهين صدي جو عظيم ناول نويس ليکيو وڃي ٿو. سندس لکڻيون جرمنيءَ توڙي ٻين ملڪن ۾ ڪلاسڪ جو درجو رکن ٿيون. هن 12 آگسٽ 1955ع تي سوئزرلينڊ جي شهر زيورچ ۾ وفات ڪئي.

**ٿامس هنٽ، مورگن** (Thomas Hunt, Morgan): 1933ع ۾ وراثتي جيوڙي (Chromosome) جيناتي (Genes) جيوَ جي اصلي هنڌ دريافت ڪرڻ تي نوبل انعام حاصل ڪندڙ ٿامس مورگن 25 سيپٽمبر 1866ع تي ڪينٽڪي شهر، آمريڪا ۾ ڄائو.



مورگن ننڍپڻ کان ئي فطرت جي مطالعي ۾ دلچسپي وٺندو هو ڏهن ورهين جي عمر ۾ هن پکين جا آنا ۽ ڪيترا آکيرا گڏ ڪري رکيا هئا. هو 1888ع کان ووڊ هول (Wood Hole) ۾ واقع آمريڪي فش ڪميشن ۾ ڪم ڪرڻ لڳو. 1890ع ۾ جان هاپڪنز (John Hopkins) يونيورسٽيءَ مان ڊاڪٽريٽ جي ڊگري حاصل ڪري، ايڊم بروس (Adam Bruce) فيلو شپ تي يورپ هليو ويو، جتي اٽليءَ ۾ بحري حيات جي تجربيگاهه ۾ تحقيقي ڪم ڪيائين. 1891ع ۾ برنماور (Brynmawar) ڪاليج ۾ حياتيات جو ايسوسيئيٽ پروفيسر مقرر ٿيو. 1904ع ۾ ڪولمبيا يونيورسٽي نيويارڪ ۾ حيوانيات جو پروفيسر ۽ 1945ع تائين انهيءَ اداري سان لاڳاپيل رهيو. ڪولمبيا يونيورسٽيءَ ۾ پڙهائڻ دوران وراثتي قانون دريافت ڪيائين. انهيءَ تحقيق تي ڪيس طب جي شعبي ۾ خدمتن جي اعتراف طور 1933ع ۾ نوبل انعام ڏنو ويو. پاڻ 4 ڊسمبر 1945ع تي ڪيليفورنيا ۾ گذاري ويو.

**ٿامس هينري ونس**: سنڌ مدرسة الاسلام جو اڳوڻو پرنسپال. ٿامس هينري انگلنڊ جي آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ مان ماسٽرس جي ڊگري حاصل ڪرڻ کان پوءِ محمدن اينگلو اورينٽل ڪاليج علي ڳڙهه ۾ استاد مقرر ٿيو. ان کان پوءِ ڪيس 1903ع ۾ "سنڌ مدرسة الاسلام" ڪراچيءَ جو پرنسپال مقرر ڪيو ويو. مسٽر ٿامس جو شمار سنڌ



مدرسي ۾ حسن علي آفنديءَ کان پوءِ ٻئي نمبر تي اهم پرنسپالن ۾ ٿئي ٿو. هن جي دؤر ۾ ئي اڏ کان وڏيڪ اسڪول جي عمارت کي ٺاهيو ويو. مسٽر ٿامس پنهنجي زندگيءَ جا اوڻيهه سال سنڌ مدرسي جو پرنسپال رهيو. هن سنڌ مدرسي ۾ تعليمي ماحول پيدا ڪرڻ لاءِ ڏينهن رات محنت ڪئي. هن سنڌ مدرسي جي اڏاوت لاءِ سنڌ جي پيرن، ميرن، وڏيرن ۽ خوشحال ماڻهن کان چندو پڻ گڏ ڪيو. سندس دؤر ۾ تعليم تمام سٺي ڏني ويندي هئي، جنهنڪري "سنڌ مدرسي" جو نالو تمام گهڻو مشهور ٿيو. سندس بهترين شاگردن ۾ ويهين صديءَ جا مشهور عالم ۽ سياستدان علامه آءِ آءِ قاضي، سر شاهنواز ڀٽو ۽ علي خان ابڙو شمار ڪيا وڃن ٿا. مدرسي ۾ تعليم سان گڏوگڏ راندين تي به گهڻو ڌيان ڏنو ويندو هو. ٿامس هينري جي زندگيءَ بابت گهڻي معلومات نه ملي آهي، پر تڏهن به چئي سگهجي ٿو ته هو

نهايت هوشيار، محنتي ۽ تعليم سان پيار ڪندڙ ماڻهو هو. سنڌ مدرسي جي هن عظيم پرنسپال جو انتقال 1922ع ۾ ٿيو.

**ٿاڻَ/ٿاڻ**: گھوڙن ٻڌڻ جو مقرر هنڌ، جتي گھوڙو ٻڌي بيهارجي. ٿاڻَ ۾ لڏَ جو وڇاڻ وڇايو پيو هوندو آهي، جنهن ۾ گھوڙو ليٽندو آهي. ٿاڻَ ۾ فقط هڪ گھوڙو ٻڌي بيهاربو آهي. گھڻن گھوڙن ٻڌڻ واري جاءِ کي "ڳُڙهه"/ اصطبل چوندا آهن. جڏهن ته مال جي وٿاڻ ۾ ورڇيل خاني کي ٿاڻ سڏبو آهي. هر هڪ خانو تَهَه يا وڇائي (Bedding) سان ڍڪيل هوندو ۽ ننڍي ٻنوڙي سان ٻئي ٿاڻ يا خاني کان الڳ ٿيل هوندو آهي، ان ۾ جانور آرام سان واڙي سگھجي ٿو. ٿاڻن پنيان ڇيڻن صاف ڪرڻ لاءِ سيمينٽ جو پڪو ٿلهو پڻ ٺهيل هوندو آهي.

**ٿانوَر پَٽي**: قديم دؤر ۾، ٿرپارڪر ضلعي جي ٻدام ۽ سامروٽيءَ واريءَ ايراضيءَ تي ٿانور پٽيءَ جي راڄڌاني هئي، جيڪو سخاوت ۽ مهمان نوازيءَ کان ، نهايت مشهور هو. اهو علائقو ٿانور پٽيءَ جي سخاوت ۽ گنج لٽائڻ جي ڪري 'گنج گونڊي' سڏجڻ لڳو. گنج گونڊيءَ جو شهر، پراڻ درياهه جي اولهه طرف، هڪ پراڻي وهڪري جي ڪناري تي هو. جيڪو ماڳ موجوده جاگرافيءَ موجب ڏگھڙي شهر کان چار- پنج ميل ڏکڻ طرف، ٽپي ميرمحمد حسن ۾ هو ۽ هن وقت به اُن جا آثار موجود آهن. آخر اهو دؤر به آيو ته پاٽيءَ جي اچ وارو اهو علائقو خشڪ ساليءَ جو شڪار ٿي ويو. هڪ دفعي خشڪ ساليءَ جي ڪري اهڙو ته اڃي ڏڪار پيو، جو سڀئي ماڻهو مجبور ٿي آباد علائقن ڏانهن نڪري ويا. اهڙيءَ صورتحال ۾ ٿانور ۽ سندس زال ڪي پڻ وطن ڇڏڻو پيو. هو اهڙي علائقي ۾ وڃي پهتا، جتي ڪين ڪير به سڃاڻڻ وارو ڪونه هو. ان علائقي جي رواج موجب ٻاهران آيل زال مڙس کي گڏجي رهڻ جي اجازت نه هئي، تنهنڪري ٿانور پٽي گونگي ڀاءِ جي حيثيت سان، پنهنجيءَ زال سان گڏ رهڻ لڳو. اهڙيءَ طرح اهي نوَ کن مهينا اتي رهيا، پوءِ جڏهن وسڪاري جي مند موٽي آئي ته واپس پنهنجي ديس ۾ وريا.

ٿانور پٽي سال جا اٺ مهينا 'گنج گونڊيءَ' ۾ رهندو هو ۽ وسڪاري جي مند جا چار مهينا هاڪڙي جي ڪناري سان "ٻروٽيءَ" جي شهر لڳ وڃي گذاريندو هو. جيڪو شهر اڳتي هلي 'ٿانور پٽيءَ' جي نالي سان پڻ سڏجڻ لڳو. شاهه لطيف هڪ بيت ۾ اهو پسمنظر، ڏڪار جي حالت ۽ وسڪاري جي آثارن جو ذڪر هن ريت ڪيو آهي:

ٿانورا! اُتي پس، ڏيهه ڪنوندي وڄڙي،
تو پيڪا، مُون ساهرا، ڪِنوڻ پلايو رَس،
وَس تنين لڳ وَس، جن وَر متي پارَڪئا!

هن بيت ۾ لفظ ور = مڙس ۽ لفظ پارَ = ڀاءُ جي معنيٰ ۾ ڪم آندل آهي.

**ٿانور پٽيءَ جو پڙو**: هيءُ پڙو نئين ڪوٽ شهر کان ڇهن يا ستن ميلن جي مفاصلي تي اتر طرف ديهه 'جنهاڻ' ۾ هاڪڙي جي ساڄي ڪپ تي واقع آهي. هيءُ پڙو، دڙن جي شڪل ۾ ڳچ ايراضيءَ تي مشتمل آهي. هنن دڙن مان ٽامي ۽ چانديءَ جا عربي ۽ پالي رسم الخط وارا سڪا ۽ ٻيون ڪيترين ئي شيون ملنديون رهنديون آهن. هيءُ پڙو، ان وقت جي پٽي قبيلي جي نيڪ شخص ۽ ناليواري سردار ٿانور پٽيءَ جي نالي سان مشهور آهي، جنهن کي ڀٽائيءَ به ڳايو آهي.

**ٿانورداس شيوامنڊل ۽ مندر**: ميهڙ شهر ۾ اٽڪل ٻه سؤ سال اڳ هڪ بزرگ نالي سنت ٿانورداس هو، جنهن جي نالي پويان "سنت ٿانورداس شيوا منڊل" کوليو ويو. پنهنجي دؤر جو هي خوبصورت مندر قديم ڌرمي روايت جو حسين يادگار آهي. هن مندر جي در تي ڪاٺ جي اُڪر/ چٽساليءَ جو خوبصورت ڪم ٿيل آهي، جنهن لاءِ عام طرح اهو چيو وڃي ٿو ته اُن تي "تصويري رامائڻ" درج آهي. هن مندر جي تياريءَ لاءِ، ٻاهران ڪاٺ ۽ ٻيو سامان گھرايو ويو هو، جڏهن ته ڪاٺ تي چٽساليءَ جو بهترين ڪم پڻ سنڌي ڪاريگرن کان ڪرايو ويو هو.

ورهاڱي کان اڳ، هن مندر کي اٽڪل ٽي هزار جريب زمين ۽ سوين دڪان وقف ٿيل هئا ۽ ميهڙ شهر، هندو واپارين جو هڪ وڏو اهم مرڪز ليکيو ويندو هو. ميهڙ ۾ رهندڙ هندو، علمي ادبي ۽ سماجي ڪمن ۾ دل کولي خرچ ڪندا هئا. هن مندر ۾ ڌرمي تعليم ۽ تدريس لاءِ خاص بندوبست ٿيل هو. ڌرمي ڄاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ، ٻاهرين شهرن جا طالب هن مندر ۾ ايندا هئا. ٻاهران زيارت لاءِ ايندڙ مسافرن جو سمورو خرچ، رهائش ۽ کاڌو پيتو مندر پاران فراهم ڪيو ويندو هو. مندر ۾ ٽي وقت گھنڊ وڄائي لنگر تقسيم ڪيو ويندو هو.

هن وقت هيءُ مندر اوقاف کاتي جي حوالي آهي ۽ ان جي زمين ۽ دڪان "اويڪيو پراپرٽيءَ" ۾ شامل آهن. جتان مندر کي ماهوار پنج سؤ رپيا ملن ٿا. هن وقت مندر جي نئين سر مرمت ڪئي وئي آهي، هتي هر سال مانگهه مهيني (فيبروري- مارچ) ۾، سنت ٿانورداس جو ڏهاڙو ملهايو ويندو آهي. هندو پنچات ۽ هندو شيوا منڊلي هن تهوار جو بندوبست ڪندا آهن، جنهن ۾ هند ۽ سنڌ جا هندو ياتري اچي حاضري ڀريندا آهن. ورهاڱي کان پوءِ هتان هندو مهراج لڏي ويا، جن ڀارت جي ڪٽني شهر ۽ جئپور شهر ۾ "ميهڙ دربار" جي نالي سان هن مندر جون شاخون کوليون آهن، جيڪي اڄ به اتي موجود آهن.

**ٿانوي، اشرف علي، مولانا**: ناميارو عالم مولانا اشرف علي ٿانوي، 19 مارچ 1863ع تي مظفر نگر (ڀارت) جي ٿانا ڀون واري علائقي ۾ پيدا ٿيو. هن سوين ڪتاب تصنيف ڪيا آهن. هيءُ ديوبند جي انهن عالمن مان هو، جن ڪانگريس ۾ داخل ٿيڻ جي مخالفت ڪئي هئي. هن جي اهم اردو تصنيفن ۾ دائره معارفِ اسلاميه، حقوق و فرائض، بهشتي زيور، حيات المسلمين، بيان القرآن، عملِ قرآني، اسلام اور عقليات وغيره قابل ذڪر آهن. هن 9 جولاءِ 1943ع تي وفات ڪئي.



**ٿانهيرو**: ضلعي شڪارپور، تعلقي خانپور ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ 4 ڳوٺ، ٿانهيرو، حسن چنو، ڪڪڙ ۽ شيرمحمد بروهي شامل آهن.

**ٿاٽو**: ٿاٽي جي لفظي معنيٰ ماڳ، آستان يا ٿاڪ آهي. اڄڪلهه عام طور ٿاٽو لفظ پوليس اسٽيشن لاءِ ڪم ايندو آهي. اهو هنڌ، جتي ڪنهن واردات يا حادثي جي رپورٽ يا ڪيس رجسٽر ٿئي ۽ ڏوهارين کي لاڪپ ڪري سندن رماند يا آڏي پڇا ٿئي.

- ڪوهستان ۾ خاص ماڳ، جتي سردار رهندو هجي، تنهن کي به 'ٿاٽو' چون: جيئن: ٿاٽو بولا خان يا ٿاٽو عارب خان.



سنڌ جي هڪ پوليس ٺاڻي جو ڏيک

مهاراشٽر(ڀارت)جي هڪ ضلعي جو نالو بہ ٺٽو آهي.

• ضلعي ۽ تعلقي مٽياريءَ ۾ هن نالي سان هڪ ديهہ آهي، جنهن ۾ 'نوبت مري'، 'الهہ بخش ميرجت'، 'شهداد مگريو'، 'حاجي محمد صالح' ۽ 'چنيسر خاصخيلي' ڳوٺ شامل آهن.

**ٺٽو²**: هي ديهہ، ٽپي ملير، ڪراچي ۾ آهي. انگريزن جي دؤر جي پراڻي ٺٽي (اولڊ ٺٽي) جي ڪري هن ديهہ جو نالو ٺٽو رکيو ويو هن کي "حشر پڙهہ" ۽ بلوچيءَ ۾ "داسيرو پڙهہ" بہ چيو ويندو آهي. مهر علي شاهہ مست بخاريءَ جي مزار، ملير ٽائون، ملير، آسو ڳوٺ، غازي بروهي ڳوٺ، صاحبداد ڳوٺ، دائود ڳوٺ، دلبود ڳوٺ، بچل ڳوٺ، غريب آباد، مولرام، ڪمپائونڊ، ملير مندر، بادن شاهہ، دلبود جو تاريخي قبرستان، ماڊل ڪالوني هن ديهہ ۾ شامل آهن.

**ٺٽو بولا خان**: ٺٽو بولا خان ضلعي ڄامشوري جو تعلقي هيڊڪوارٽر آهي. سنڌ جي ڪوهستاني حصي ۾ آباد ٿيل هن شهر کي برسات جي موسم ۾ سنڌ جو ڪشمير چوندا آهن، جنهن جي چوڌاري جبل ۽ ٽڪريون آهن. هونئن بہ پوري علائقي کي ڪوهستان (جبلن جي جاءِ) چيو ويندو آهي. هن علائقي جي مشهور ۽ وڏي نئن، بارڻ آهي، جيڪا برسات پوڻ تي کيرٿر جبل مان نڪري، ڪوٽڙيءَ لڳ ڪاري کهي ڳوٺ وٽ سنڌو نديءَ ۾ ڇوڙ ڪري ٿي. ڪوٽڙيءَ کان اٽڪل ڇهن ميلن جي مفاصلي تي، بولهاڙيءَ وٽ هن نئن تي وڏي پل ٺهيل آهي. سچ پچ تہ جبل آهي اُئي ٿي. برسات پوڻ تي سڄو ٺٽو بولا خان، ڪشمير جهڙو سهڻو لڳندو آهي. چوڌاري جبلن تي سهڻي ساوڪ، اهڙيءَ طرح سجايل هوندي آهي، جو پري کان ڄڻ تہ ساڻو قالين ڏسڻ ۾ ايندو آهي. برسات پوڻ کان پوءِ هن واديءَ ۾ ٿڌي ۽ وڻندڙ هوا، ڪوئيٽا جي هوا وانگر لڳندي آهي. هتي ڪجهہ عرصو اڳ برسات، سال ۾ ست انچ کن پوندي هئي. برسات گهڻو ڪري کير ٿر جبل واري حصي ۾ پوندي آهي. مينهن جو پاڻي، ٺٽي بولا خان ۽ آسپاس وارن ڳوٺن جي واريا سي زمين کي آباديءَ جي لائق بنائيندو آهي. هتي جون مکيہ پوکون ٽر، مڱ، جوئر، گوار ۽ ٻاجهيون وغيره آهن. نئن بارڻ جو پاڻي بہ هتي جي زمين کي آباد ڪندو آهي. برسات پوڻ سان قسمين قسمين جهنگلي برساتي ميوا، جهڙوڪ: ڳاڱا، ڪنالي ۽ مُنگها وغيره ٿيندا آهن. بندن جي وسيلي نئن بارڻ جو پاڻي گڏ ڪري، گهٽي ۾ گهٽيون زمينون آباد ڪيون وينديون آهن. ٺٽي بولا خان جو سڄو شهر، اٽڪل ٻن چورس ميلن جي پکيڙ ۾ آباد آهي. سندس چوڌاري بيا ننڍا ڳوٺ، جهڙوڪ: اتر- اولهہ طرف ڇهن ميلن جي مفاصلي تي ٺٽو احمد خان، ڏکڻ طرف مهندا پالاري، ٻن ميلن جي مفاصلي تي ڪلو کوهر وغيره موجود آهن. ٺٽو بولا خان قديم آثارن جي لحاظ کان گهڻو شاهوڪار آهي. هن جي ڏکڻ ۾ منگل گر نالي وڏو مندر اٽڪل ڇهن ڪلوميٽرن جي پنڌ تي آهي، جنهن ۾ ڪيترين ئي ديوين، ديوتائن جون مورتيون رکيل آهن. ڪجهہ پراڻيون لکتون بہ پٿين تي لکيل مليون آهن. پر چٽسالي ڪانہ آهي. هر سال هتي ميلو لڳندو آهي، هي مندر اٽڪل ڇهن ايڪڙن جي ايراضي والاري ٿو. ان کان سواءِ 'شاهہ لطيف راڪ' نالي وڏي عمارت شهر جي اندر موجود آهي، جيڪا انگريزن جي دور ۾ دولت مهتاڻي نالي هڪ دانوير شخص ٺهرائي هئي. عمارت ۾ ڪافي ڪمرا، سوئمنگ پول ۽ ورانڊا آهن. گهرو سامان بہ انگريزن جي دور جو آهي. هن وقت عمارت جي هڪ ڪنڊ ۾ روپا ٻائي نالي عورت اسپتال هلي رهي آهي، هيءَ عمارت نئين ڏيسوئيءَ جي ڪپ تي آهي. ٺٽو بولا خان، سپرهاءِ وي کان ٻارهن ميل پنڌ تي آهي. ٺٽي بولا خان ۾ خشڪ ۽ ٿڌيون هوائون لڳنديون آهن. سياري ۾ ٿڌ گهٽي پوندي آهي ۽ اونهاري ۾ ٿڌي ۽ وڻندڙ هوا لڳندي آهي، جيڪا ڪراچي، حيدرآباد ۽ سنڌ جي ٻين شهرن کان وڌيڪ وڻندڙ هوندي آهي، جنهن جو ڪارڻ ٺٽي بولا خان جو سمنڊ جي سطح کان پنج ڇهہ سؤ فوٽ مٿانهون هجڻ آهي. دم ۽ سلهہ جا مريض گهڻو ڪري هتي اچي رهندا آهن، جو انهن لاءِ هيءَ هوا نهايت مفيد آهي. بياباني خطي ۽ آمدورفت جي تڪليف هئڻ ڪري، هتي ڪا بہ ٻاهران آبادي آيل نہ آهي ۽ هتي اصل پراڻا باشندا رهن ٿا، جن ۾ 60 سيڪڙو هندو ڌرم سان تعلق رکن ٿا، باقي 40 سيڪڙو مسلمان آهن، جن ۾ جيلاني سيد، حملاڻي (نومڙيا) ميمڻ، خاصخيلي، پالاري ۽ پراڻ شامل آهن. هندو ۽ مسلمان پاڻ ۾ ميٺ محبت سان گذاريندا آهن. واپار ۾ هندن جي اڪثريت آهي.

سال 1960ع ۾ هتان ڪانيو جبل لڳ سليڪا (ڌات) بہ لڌي وئي آهي، جيڪا بلڪل صاف ۽ سني آهي. ان کان سواءِ ڪچو سنگِ مرمر پڻ ساڳئي جبل مان لڌو ويو آهي. ميٽ، چن جو پٿر ۽ چيرولي پڻ هتان جي جبلن مان ملي ٿي. سال 1965ع ۾ رشيا جي هڪ ڪمپنيءَ هن علائقي ۾ قدرتي گئس ۽ پيٽرول جي کوجنا شروع ڪئي، جنهن ٺٽي بولان خان کان اٽڪل ٽيهن ميلن جي فاصلي تي ڳوٺ سريءَ لڳ گيس ۽ پيٽرول ڳولڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي ۽ وڌيڪ ڪوششون جاري آهن. ٺٽي بولا خان جي پرسان هڪ ٽي وي بوسٽر بہ لڳل آهي. ٺٽي بولا خان جا ماڻهو سادگي پسند آهن. پراڻي زماني وارو ساڳيو لباس پهريندا آهن. عام ڳوٺاڻا مسلمان، سنڌي قميص پائيندا آهن، جا شهرين جي قميص کان بلڪل مختلف آهي. رواجي قميص، ڊگهي ڪالر کان سواءِ پائين، ٻانهون ڪشاديون ۽ لسيون رکن، سلوار گهٽ ۾ گهٽ ڏهن والن جي هوندي اٿن. پير ۾ سنڌي جتي پائيندا آهن. مٿي تي اٺن والن کان ڏهن والن تائين پٽڪو ٻڌندا آهن. زالون، گج يا ڪنجري پائينديون آهن ۽ سلوار سوسي يا گربيءَ جي بہ پائينديون آهن. هندو مرد، سلوار جي بدران ڌوتي ٻڌندا آهن. سنڌن زالون مسلمان عورتن جيان گج يا ڪنجري پائين، سلوار جي بدران پڙو پائينديون آهن. هندن جون زالون، نڪ ۾ نٿ يا ٻولو پائينديون آهن. نٿ، سهاڳ جي نشاني آهي، جا شادي ٿيڻ تي پائينديون آهن. جيڪا ڪيترن ٽولن جي هوندي آهي. ٺٽو بولا خان، هڪ طرف کان حيدرآباد سان ڳنڍيل آهي ۽ ٻئي طرف ڪراچيءَ سان. ڪجهہ رستا اجا ڪچا آهن. حيدرآباد کان ٺٽو بولا خان 40 ميل پري آهي. وچ

۾ وڏو چوهڙ لڪ آهي. جتي ماڻهو بس مان لهي پنڌ هلندا آهن. چوهڙ لڪ جي اوچائي، ڇهه سؤ فٽ کن آهي. جو ڏسڻ وٽان آهي. برسات پوڻ ڪري آمدرفت رڪجي ويندي آهي. هن وقت چوهڙ لڪ کي پچي، رستو ويڪرو ۽ پڪو ڪيو ويو آهي. ”چوهڙ لڪ“ کي سنڌ جي قومي شاعر شيخ اياز ڳايو آهي:

اڳتان چوهڙ لڪ، ڪٿي تہ پچبو ٽڪ مسافر!

هتي بصر ڪثرت سان پوکيو ويندو آهي. خاص ڪري بصر جو ٻج، ٻين شهرن ڏانهن موڪليو ويندو آهي. هن وقت اٽڪل پنجاهہ هزار مڻن کان بہ وڌيڪ بصر جي ساليانی پيدائش آهي. ٽاٽي بولا خان جي ماڻهن جو گذران، ڪو خاص ڪونهي. هندو گهڻو ڪري واپاري آهن. سنڌن خاص واپار ان آهي. جا رڍن ۽ ٻڪرين مان حاصل ٿيندي آهي.

هي شهر گذريل صديءَ جي پنجاهہ ۽ سٺ واري ڏهاڪي تائين محال ڪوهستان جو هيڊڪوارٽر هو. پر هن وقت ساڳئي نالي واري شهر جي تعلقي جو مرڪز آهي. هتي انگريزي دؤر جو سرڪٽ هائوس آهي، جنهن جي اڳيان ڪنهن وقت عاليشان وڻڪار سان پارڪ هو. ٿورو عرصو اڳ هن شهر سان لڳ سازدا وارن جو وڏو مرڪز هو، جو هاڻي ڦٽي ويو آهي. جنوري 2010ع ۾ صدر پاڪستان محترم آصف علي خان زرداري دراوڻ نالي هڪ ڊئم جو افتتاح ڪيو آهي، جيڪو ٽاٽي بولا خان ويجهو نئن بارڻ تي ٺاهيو ويو آهي.

**ٽاٽو عارب خان:** ڄامشوري ضلعي جو اهم شهر.

تعلقي ٽاٽي بولاخان ۾ هن نالي سان هڪ ديهہ بہ آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ٽاٽو عارب خان، ڪنرا، سينهڙا، موچي جا ۽ الهورايو سنهڙو.

**ٽاٽو موسيٰ:** ضلعي نوشهري فيروز جي تعلقي ڪنڊياري ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ چار ڳوٺ شامل آهن: نواب هيسباڻي، جڙيل ڪلهوڙو، شيرمحمد گويانگ ۽ بچل گويانگ.

**ٿائي لينڊ** (Thailand): هن ملڪ جو سرڪاري نالو موانگ ٿائي، پراٿٽ ٿائي (Kingdom of Thailand) ۽ پراڻو نالو سيام (Siam) آهي. ٿائي ٻوليءَ ۾ هن جي معنيٰ ”آزاد ماڻهن جي ڌرتي“ آهي، ڇو تہ ڪنهن بہ يورپي ملڪ هن کي فتح نہ ڪيو هي ڏکڻ اوڀر ايشيا جو اهم ملڪ آهي. هن جي اتر ۽ اولهہ ۾ ميانمار (برما)، اتر ۽ اوڀر ۾ لائوس، ڏکڻ اوڀر ۾ ڪمبوڊيا ۽ ٿائي لينڊ نار، ڏکڻ ۾ ملائيشيا، ڏکڻ اولهہ ۾ انڊيمان سمنڊ آهي. ٿائي لينڊ جي ڪل پکيڙ




513115 چورس ڪلوميٽر (198062 چورس ميل) ۽ آبادي 6 ڪروڙ 11 لک 64 هزار آهي. گاديءَ جو هنڌ بينڪاڪ (Bangkok) آهي ۽ سڀ کان مٿانهون هنڌ ڊوئي انٿانون (بلندي: 2595 ميٽر) آهي. ٿائي لينڊ جي سرڪاري ٻولي ٿائي آهي ۽ جڏهن تہ هتي لائو چيني، ملائي ۽ انگريزي پڻ ڳالهائي وڃي ٿي. هتان جي موسم گرم، گهميل، پر سٺي هوندي آهي، مارچ کان مئي تائين گرمي، جون کان آڪٽوبر تائين برساتون ۽ نومبر کان فيبروريءَ تائين سيءُ پوندو آهي. ٿائي لينڊ ۾ آئيني بادشاهت آهي. بادشاهہ رياست جو مملڪتي اڳواڻ (هيڊ آف اسٽيٽ) ۽ هٿياربند فوج جو ڪمانڊر انچيف آهي. وزيراعظم حڪومت جو اڳواڻ آهي، جيڪو سرڪاري طور رياست جو چيف ايگزيڪيوٽو آهي. اسيمبليءَ جا ميمبر بادشاهہ جي منظوريءَ سان وزيراعظم کي چونڊيندا آهن. ٿائي لينڊ جي مکيہ زرعي پيداوار ۾ چانور، مڪئي، ٻج، ناريل، ڪمند، ربڙ، ڪپهہ، تماڪ آهي ۽ مکيہ صنعتن ۾ فوڊ پروسيسنگ، چانور ۽ ڪنڊ جي پيڪنگ، ڪپڙو اُڻڻ، ربڙي ميڊ وگا، اليڪٽرانڪ شيون، سيمينٽ، ڪاغذ ۽ سياحت اهم آهن. ٿائي لينڊ جي آزاديءَ جو ڏهاڙو 24 جون 1932ع آهي ۽ گڏيل قومن جي اداري (UNO) جي ميمبرشپ 15 ڊسمبر 1946ع کان ٿيل آهي.

**ٽُبيٽُ:** سنڌيءَ ۾ تبت ملڪ کي آڳاٽي وقت ۾ ”ٽبيٽ“ چيو ويندو هو. اسان جي سنڌو ندي، ٽبيٽ ملڪ جي ”سنگي ڪباب“ وٽان نڪري ٿي. (تفصيل ڏسو: تبت)

**ٿَڃُ:** ماءُ جو کير، جيڪو قدرت طرفان ڇاول ٻار جي غذا طور ماءُ جي ڇاتين مان کيس عطا ٿيندو آهي. ويم کانپوءِ ماءُ جو ٻهرين ٻن ٽن ڏينهن جو کير طبي لحاظ کان اهڙا مادا (antibodies) رکي ٿو، جيڪي ٻار ۾ قوت مدافعت وڌائي کيس بيمارين کان محفوظ رکن ٿا. ان ڪانسواءِ ٻار جي ڄمڻ کان وٺي ٻن سالن تائين ٿڃ پيارڻ سان ٻار کي ڪيترائي وٽامن ۽ ڪئلشيم ملن ٿا قرآن پاڪ ۾ بہ فرمان آهي تہ ٻن سالن تائين ٻار کي ماءُ جو کير پياريو وڃي. اڄڪلهہ جي طبي کوجنا پڻ ان ڳالهہ کي مڃيو آهي تہ ماءُ جو کير ٻار جي صحت لاءِ نهايت ڪارائتو آهي ۽ ڊاڪٽرن بہ ايترو ئي عرصو ٻار لاءِ ماءُ جو کير لازمي قرار ڏنو آهي، جنهن سان ٻار ڪيترين ئي بيمارين کان پڻ محفوظ رهي ٿو.

**ٿَڃُ بخشائي:** مائٽ جي مرڻ وقت، يا جيئري ئي، اولاد جي سنڌن حقن تان ورتل معافي، ماءُ ڪڏهن ڪڏهن ڪاوڙ مان اولاد کي پاراتو ڏيندي آهي تہ: ”قيامت جي ڏينهن ٿڃ نہ بخشينديسانءِ“. سنڌ ۾ ٿڃ شريڪ ڀاءُ ۽ ڀيڻ جو تصور/ رواج آهي.

**ٽڏارام ڪيولرام سامتاڻي:** ٽڏارام ڪيولرام سامتاڻي، تاريخ 16 اپريل 1946ع تي گمبٽ، سنڌ ۾ ڄائو اديب، شاعر ۽ سٺو ناول نويس آهي. سندس شايع ٿيل ڪتابن ۾ ”پيار هڪ ترڪ“ (1970ع)، ”سنگر ٻن دلين جو“ (1974ع)، ”پيار جي هڪ شام“ (1977ع) ۽ ”دلهن هڪ رات جي“ (1979ع). شامل آهن. ان کان سواءِ 100 کان مٿي ڪهاڻيون ۽ ڪجهہ گيت بہ لکيا اٿس، جيڪي ”ڀارت جيون“، ”زندگي“ ۽ ”سنڌي گلشن“ رسالن ۾ شايع ٿيل آهن. هن وقت ڀارت ۾ رهي ٿو.

**ٽڏاٽي:** سنڌي هندن جي هڪ ذات. هن ذات جون حيدرآباد سنڌ ۾ ٻہ آکيون رهنديون هيون. هڪڙا ٽڏاٽي گوسائينءَ واري گهٽيءَ (سري گهاٽ) جا رهواسي، جن جي نُک ”ڀاڳيا“ ۽ ٻيا ٽانهين جي پڙ ۾ رهندڙ، جن جي نُک ”ڪنگهر“ هئي. ڀاڳيو، مالدار کي جنهن وٽ گهڻيون ڳئون ۽ مينهون هجن، چئبو آهي. ڀاڳيا نک وارا پرمار سوڍن راجپوتن جي نسل

مان آهن. جيڪي جيسلمير طرف کان آيا هئا ۽ اتي "جسراج پٽا" بہ سڏبا هئا. سندن گرو گوسائين هو. وٽن ڪو بہ وڏو تهوار يا ڪارج ٿيندو هو تہ ديويءَ تي ٻڪر ٻل چاڙهيندا هئا. ٻڪر جي ٻل چاڙهڻ يا ان جو پتلو ناهي ٻَڪُ ڪڍڻ جي رسم. ٻيءَ ڪنهن بہ عاملڪي آکھہ ۾ مروج نہ هئي.

ٽڏاڻين جا وڏا. پنهنجي گروءَ گوسائين نرنجن گر سان گڏجي، ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ سنڌ ۾ آيا هئا. سندن نک مان "ياڳليل" حيدرآباد، پريا، سيوهڻ، خداآباد ۾ آباد ٿيا.

ٽڏاڻين جو وڏو ڏاڏو ٽڏومل ۽ ان جا ٻہ ڀائر بهارمل ۽ ڪلياڻ داس حيدرآباد ۾ اچي رهيا. سندن ٽيون ڀاءُ گيهي مل ۽ گيهي مل جي پٽ شوداس جي آکھہ وارا ٽلٽيءَ (تعلقي سيوهڻ) ۾ وڃي رهيا. جن گيهاڻي سڏايو. شِوداس گيهي مل جا پٽ رائسنگھہ ۽ مڪومل هئا. جن جا پويان "رائسنگهاڻي" ۽ "مڪواڻي" ڪوٺائڻ لڳا. ديوان ٽڏي مل چيتمل جي اولاد مان ڪيترا سرڪاري ملازم ۽ ڪيترا ميرن حڪمرانن وٽ اهم عهدن تي رهيا.

ٽڏاڻين جي ٻي نُک "ڪنگھر" مان ڪيترا وڃي ملتان رهيا ۽ "اروڙونسي" سڏائڻ لڳا. ٽڏومل، شوداس، ڏيون داس ۽ منسڪداس ملتان ۾ رهندا هئا. ملتان جا ڪي ڦورو بعضي سندن گهر لٽي ويندا هئا. مهراج هرڪشنداس نالي هڪ برهمڻ کين سنڌ لڏي وڃڻ جي صلاح ڏني. هي چارئي ڀائر ساڻس پيرين پنڌ سنڌ طرف گڏجي نڪتا. شڪارپور، موري، سيوهڻ ۽ مانجهند کان ٿيندا حيدرآباد پهتا. گدو بندر واري رستي تي کين ڪي ڦورو ڦري آيا، پئسو پنجڙ ڦرڻ سان گڏ کين زخمي ڪري ويا. ماڻهن مٿن رحم کائي کين گوسائين هرنام گرجي مڙهيءَ ۾ پڄايو، جتي سندن ملم پٽي ٿي، بعد ۾ گوسائينءَ جي معرفت چارئي ڀائر ميرن جي ملازمت ۾ آيا. مڙهيءَ ويجهو وڏا پَٽ مفت ۾ ملين، جتي جايون جوڙائي ويٺا. پرٽيا، مگيا، ملتان وساري سنڌ جا ٿي ويا. ديوان ٽڏومل، جنهن جو اولاد ئي "ٽڏاڻي" سڏيو ويو، سي لڏي وڃي ٽانهين جي پڙ ۾ ويٺا. شوداس جو اولاد جتي رهيو، اها "شوداساڻي گهٽي" اڄ سوڌي موجود آهي. ڏيون داس جي اولاد مان پروفيسر جيٺانند سنڌ ليجسليٽو اسيمبليءَ جو ميمبر ٿيو. ديوان منسڪداس جو اولاد گوسائينءَ واري گهٽيءَ کان ٿورو پري وڃي رهيو ۽ اها گهٽي "منسڪائين گهٽي" سڏجڻ ۾ آئي.

**ٽڏاڻي، اين. وي**: سنڌي ٻوليءَ جو ناميارو ليکڪ. اين. وي ٽڏاڻي دهليءَ ۾ هندو ڪاليج جو پرنسپال ٿي گذريو آهي. هن 1923ع ۾ ڀڳوت گيتا جو سنڌي ٻوليءَ ۾ منظوم ترجمو ڪيو هو جيڪو سنڌيءَ ۾ بنا نقطن واري لکت جو بهترين نمونو هو. ڀڳوت گيتا جو ٽڏاڻيءَ کان اڳ بہ ترجمو ٿي چڪو هو، پر ٽڏاڻيءَ جو ترجمو ٻين سيني ترجمن کان مختلف ۽ لاجواب مڃيو وڃي ٿو.

**ٽڏاڻي، ڏيئومل گاگن مل**: مشهور ليکڪ ۽ صحافي ڏيئو مل گاگن مل ٽڏاڻيءَ 1863ع ۾ حيدرآباد ۾ جنم ورتو. حيدرآباد ۾ ئي سنڌيءَ ۽ سنسڪرت جي تعليم حاصل ڪيائين. هو انگريزيءَ جو بہ چڱو ڄاڻو هو. ان ڪري کيس هيرانند اڪيڊميءَ ۾ پڙهائڻ لاءِ رکيو ويو جتي هن انگريزيءَ ۽ سنسڪرت جي تعليم ڏيڻ شروع ڪئي. هي هفتيوار "ديش سڌار" جو ايڊيٽر بہ رهيو.

1897ع ۾ "رام نواس" نالي هڪ ڊرامو لکيائين، جنهن ڏاڍي مقبوليت ماڻي. جيتوڻيڪ ان ڊرامي جو بنيادي مقصد مذهبي پرچار هو، پر ان هوندي بہ سنڌي ادب ۾ اضافي جو ڪارڻ هو. ڊرامي ۾ گيت ۽ نظم بہ شامل هئا. ٽڏاڻي ڏيئومل 1913ع ۾ حيدرآباد شهر ۾ ئي گذاري ويو.

**ٽڏاڻي، هوتچند**: هوتچند ٽڏاڻي سنڌي ٻوليءَ جو سٺو ليکڪ هو. هن پنهنجي ڀاءُ اتمچند جون تقريرون "اتم چند جون تقريرون" نالي سان ڪتاب جي صورت ۾ سال 1896ع ۾ ڇپرايون. ان کان پوءِ ٽالپرن تي ڪجهہ مضمون لکيائين، جيڪي 1938ع ۾ "سنڌ جا مير" عنوان سان ڇپيا.

**ٽڏا وڻ ولهار جا** (ڪتاب): هن ڪتاب جو ليکڪ عبدالڪريم لغاري آهي، جنهن "ولهار" جي هڪ ڳوٺ مسڻ وڏيءَ جي تاريخي ماڳن، قديم



آثارن، تاريخ ۽ جاگرافيءَ بابت معلومات ڏيڻ سان گڏ سنڌ جي ادب ۾ مسڻ وڏيءَ جي عالمن ۽ اديبن جي ڪردار کي پنهنجي تحقيق وسيلي اجاگر ڪري منظرعام تي آندو آهي. هن ڪتاب جي منفرد ڳالهہ اها آهي تہ هن ۾ "مسڻ وڏي" جو خوبصورت منظوم جائزو "خادم" محمد يامين شوري جو لکيل بہ شامل آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌ جي برک عالم ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ پنهنجا ويچار هن طرح ونديا آهن تہ: 'هي ڪتاب سنڌي علم، ادب سان گڏ، سنڌ جي تاريخ ۽ جاگرافيءَ جي تحقيق ۽ مطالعي جي سلسلي ۾ هڪ قيمتي اضافو آهي'. ڪچي جلد سان ڊيمي سائيز جو هي ڪتاب، انجمن اشاعت دارالعلوم مسڻ وڏيءَ پاران ڇپرائي پڌرو ڪيو ويو آهي. 248 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 24 رپيا آهي.

**ٽَڏِڙي**: هندن جو هڪ وڏو ڏينهن، جيڪو اونهاري جي مند پوري ٿيڻ جي خوشيءَ ۾ ملهائيندا آهن. هن ڏڻ لاءِ هڪ ڏينهن اڳ ۾ مٺيون ۽ ڇهريون شيون ٺاهي رکندا آهن، جيڪي ٽڏڙيءَ واري ڏينهن تي مٽن مائٽن ۾ ورهائيندا آهن. ان ڏينهن تي چُلهہ ڪانہ ٻرندي، يعني تازا ۽ گرم کاڌا کائڻ کان پرهيز ڪندا آهن. ان ڏينهن تي مندرن ۽ گهرن ۾ پوڄا پاٺ جو سلسلو هلندو آهي. ٽڏڙيءَ واري ڏينهن جي هڪ خاص رسم آهي. "پيٽن طرفان ڀائرن کي رکڙي ٻڌڻ". ان ڏينهن تي ڀيڻون ڀائرن جي وڏيءَ عمر لاءِ دعائون گهرنديون آهن. ڀائر وري ڀيڻن کي خرچيون ڏيندا ۽ مرڻ گهڙيءَ تائين سندن عزت جي حفاظت جو وچن ڪندا آهن.

**ٽڏڙي** (وڏي) (شيتلا شَيَن): سانوڻ جي اونداهي پک/پکش تي لولا پچائي دانگي ٺاربي آهي ۽ ستين تٿ تي نندن وڏن کي ڇندو هٿي ٽڏو کائبو آهي. ڇنڊي وقت ڇڻبو آهي:

سانوڻ ۾ ستئن آئي، آئي ڪرشڻ پَڪشي،
مان سيتلا پوڄيان، پٽن وچ ڪري.
تو در نِواڻي، ميري وينتي سُڻيج.
ڏيج آٺ — ساٺ (هرشٽ پرشٽ تندرست ٻار)
لاڪڙو، ساڪڙو، هنبسرو، ڊهسرو، نندي مائي،
وڏي مائي، لنگهي پيا پار، سَتِي سيتلا جي آڌار.

**ٽڏڙي** (نندي): هن ڏينهن تي صبح جو ٻارن، ٻڍن، گهر جي سيني ڀاتين جي بدن تي اکڙيون، ٽڪڙيون ڇهائي، ڇندو هٿبو ۽ ٽڏو کائبو آهي. سمجهاڻي: گيتا وغيره شاسترن ۾ پاروتي اَن کائڻ جي نِندا ڪيل آهي، پر ڪنهن خاص ڏِڻ تي انهيءَ کائڻ ۾ ڪو هرج ڪونهي. ڪارڻ اهو آهي تہ برسات جي مُند ۾ جَٺرانگني (هاضمي ڪرڻ جي طاقت) گهٽجي ٿي، مٺو، ڪٽاڻ وغيره کاڌا هاضمي جي طاقت کي وڌائيندا آهن. جنهنڪري تندرستي سٺي رهندي آهي.

**تڏو[2]**: هن نالي سان هڪ ديهه. يو سي-3 گڏاپ ٽائون، ضلعي ملير، ڪراچيءَ ۾ آهي. هتان "تڏي" نالي سان هڪ نئن گذري ٿي، جيڪا ڄامشوري ضلعي جي قديم ڳوٺ 'مول' کان شروع ٿئي ٿي ۽ سبزي منڊيءَ پرسان ڇوڙ ڪري ٿي. جتي تڏو نالي ڊئم به ٺاهيو ويو آهي. هن ديهه ۾ تڏو نالي علائقو به آهي.

**تڏو ڇَنو**: شاديءَ جي هڪ رسم. نڪيتيءَ واري رات لائڻ بعد اڳي اهو رواج هوندو هو. جو ڪنوار کي مائٽاڻن ڪپڙن جي جاءِ تي، ساهرن جي گهران آيل ڪپڙا پهرائي، ڇَني جي وچ ۾ ويهاري، هڪ جيڏيون سهيليون ۽ پوڙهيون پڪيون عورتون سندس چوڌاري ويهي جيڪو ڳيچ چونديون هيون. ان کي "تڏو ڇَنو" چوندا آهن.

**تڏو ڪمربند**: جاگرافيءَ جي اصطلاح ۾ زمين جي گولي جي چوڌاري ايراضيءَ جو اهو پٽو، جتي تڏ هجي، ان کي "ڪمربند" چوندا آهن. دنيا ۾ اهڙا جملي پنج ڪمر بند آهن، جن مان ٻه تڏا آهن: هڪڙو اُتر تڏو ڪمربند ۽ ٻيو ڏکڻ تڏو ڪمربند هرهڪ تڏي ڪمربند ۾ ڇهه مهينا ڏينهن ۽ ڇهه مهينا رات ٿيندي آهي.

**تڏي** (Rinder Pest): هيءَ چوپائي مال جي هڪ قسم جي بيماري آهي. هيءَ ڳائي، ماهي، رڍي ۽ ٻڪري مال جي خطرناڪ وچڙندڙ بيماري آهي. هيءَ اُٺن ۾ به ٿيندي آهي. هن بيماريءَ جو ڪارڻ هڪ خاص وائرس آهي. جيڪو تمام ننڍڙو آهي ۽ عام خوردبين سان به ڏسڻ ۾ نٿو اچي ۽ فلٽر پيپر مان به ڇٽيو وڃي، انڪري هن وائرس کي "فلٽرايبل وائرس" به چوندا آهن. جنهن کي عام سنڌيءَ ۾ "تڏي" سڏيندا آهن. ڪٿي ڪٿي "ماتا" به سڏينس. هن بيماريءَ جو مدو ٻن کان ٽي ڏينهن هوندو آهي. مشڪل سان ڪو جانور هن بيماريءَ مان بچندو آهي. هن مرض ۾ جانور سست ٿئي ٿو، وار اُڀا ٿيو وڃنس، اوڳر بند، قبض، نبض تيز، ساهه تکو، ڪنگهه، بخار 103F کان 105F تائين،اُ ڃ گهٽي، نڪ ۽ اکين مان گهاٽي پاڻيءَ جو وهڻ جاري، وات ۽ سار جي منڍ ۾ سنها ننڍي ٻاجهريءَ جي داڻي جيڏا سوراخ ۽ ڦلوڪڙا نظر ايندا ۽ ڦلوڪڙا ڦاٽڻ تي زخم ٿي پوندا آهن، جن مان ليس دار رس وهڻ شروع ٿي ويندي آهي. اهي زخم ناسور ٿي پوندا آهن. جانور کي پاڻيءَ جهڙا دست ٿي پوندا آهن، جن جو رنگ ڪارو، بدبودار ۽ رت مليل هوندو آهي. جانور جون اکيون ڏرا ڏيئي وينديون آهن .

جيئن ته هيءَ بيماري تمام خطرناڪ آهي، ان ڪري جنهن علائقي ۾ هي مرض ڦهلجيو وڃي، اتي روڪڻ مشڪل ٿي پوندو آهي. بهتر اهو سمجهيو ويندو آهي ته جانور جي چرپر هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ تائين بند ڪئي وڃي. بيمار جانورن جو منهن، نڪ ۽ اکيون نيم گرم پاڻيءَ سان ڌوتيون وينديون آهن ۽ انهن جو پيچ ۽ پوپون ٽنگون به صاف ڪيون وينديون آهن.

هن بيماريءَ جو ڪو ڪارائتو علاج موجود نه آهي ان ڪري بيمار جانور کي ذبح نه ڪجي ۽ نه گوشت ۽ کل کي استعمال ۾ آڻجي. جانور کي مرڻ کان پوءِ زمين ۾ پوري ڇڏجي. بيماريءَ کان اڳ ۾ جانورن کي بچاءَ جا ٽڪا هڻائجن، جيڪي سردي پوڻ کان پهرين يعني نومبر مهيني ۾ هڻائڻ گهرجن.

**تَڏِي نَئِن**: ڪراچيءَ جي اُتر- اوڀر طرف هڪ ننڍيءَ نئن جو نالو، جنهن جي ڪناري تي ملڪ طوطا خان ڪرمتيءَ جو مشهور مقام آهي، جيڪو فن سنگتراشيءَ جو هڪ نادر نمونو آهي. هي نئن ملير چانوٽيءَ وٽ جدا اونهي نئن ۾ تبديل ٿي ويندي آهي، جيڪا پوءِ ڊرگ ڪالونيءَ وٽ ملير نئن سان گڏجي ويندي آهي.

**تڏي واري ٻي جنگ**: هي جنگ ملڪ طوطا خان جي دور ۾ لڳي، جنهن ۾ پاڻ شامل هو. هن کان اڳ ڪرمتين واري جنگ لڳي هئي، جنهن ۾ رڳو طرفدار وڙهيا هئا. طوطا خان ڪرمتين جو ڇڳو مڙس سمن جي دور جو ڪلمتي سردار هو، جنهن جي قبر سندس نئين نالي پنيان قبرستان ۾ ، جيڪو ڪراچيءَ کان 16 ميلن جي پنڌ تي ۽ ڊملوٽي روڊ تي تڏي نديءَ ڪناري موجود آهي. جوکين مان اُن وقت ٻجار خان همت وارو هو پر ايڏو زورآور ڪونه هو. پاڻ ۽ سندس ماڻهو ڪنگور طرف رهندڙ هئا ۽ اتان حب ۽ ملير طرف آيا هئا. سندن گذران به ڏکيو هو. هيءَ جنگ ڪهڙيءَ ڳالهه تان لڳي، سا معلوم ناهي، پر مَلڪ طوطا جي طرف وارن اها جنگ ڪٽي. ٻجار پاڻ سگهڙ هو ۽ سندس لنگهو به شاعر هو. ڪچهريءَ ۾ لنگهي کي چيائين ته جنگ ته هن طرفَ ڪٽي، پر پنهنجن کي ڪجهه ڳاءِ. تڏهن لنگهي چيو ته: 'شاعر سچ چوندو آهي' آءٌ جي اکر ڳالهائيندس، سي تون ٻڌي متان ڪاوڙجين! ٻجار چيو ته 'بيت چئو ۽ پل تون سچ ڳالهاءِ'. تڏهن لنگهي بيت چيا، جن مان هڪ هيٺيون بيت هو، جنهن ۾ چيائين ته: "اجا مَلڪ توکان مڙسن ۾، توڙي مال ملڪيت ۾ وڌيڪ آهي، سو تون ان سان ڪيئن پڄي سگهندين!"

ڪيڏانهن طوطا ڪيڏانهن تون، ناهين مٽ ملڪ جو
جيتريون مريون مَلڪ آڻي، اوترو ان نٿو آڻين تون،
هت ڌُت، گُگَر، پيرُون، پيا آهن پِنڊن ۾

**تَڏو**: ڇَڪي (وڻ يا ٻوٽي جي). ڪنهن ٻوٽي يا وڻ کي ڪَڍي ٻئي هنڌ لڳائڻ لاءِ ڪڏ کوٽي ٻوٽو يا وڻ پاڙن سوڌو ۽ پاڙن جي چوڌاري گول دائري ۾ مٽي کوري ڪڍڻ کي "تڏو" چوندا آهن. ٻُوٽو ننڍو هوندو ته اُن جي "ڇڪي" ٿيندي آهي، پر وڏي ۽ سال ٻن جي ڇَڪيءَ کي "تڏو" چئبو آهي.

عام اصطلاح ۾ "تڏو پٽڻ يا تڏو ڪٽائڻ"، ڪنهن کي نيڪالي ڏيڻ يا پاڙون پٽي ڇڏڻ کي چوندا آهن.

**تُڏِي**: ڪنهن ٻوٽي، گاهه وغيره جي پاڙن جو مُڇو. جيڪو گاهه لڻڻ کان پوءِ رهجي ويندو آهي، ڪن جڳهين تي هن کي "ٽبي" به چوندا آهن.

**ٿَرُ**: سنڌ جي ڏکڻ اوڀر ۾ واقع ريگستاني علائقو. هڪ خيال آهي ته ٿر لفظ سنسڪرت جي 'ستل' لفظ مان نڪتل آهي. جنهن جي معنيٰ آهي بيٺل يا نه وهندڙ يعني خشڪ ملڪ (جتي درياءَ نه هجي). انهيءَ 'ستل' جو اچار اول ڦري ٿيو 'ٿل'، يعني خشڪ زمين ۽ 'ٿل' جو اچار ڦري ٿيو 'ٿر'. هن ڀاڱي ۾ واريءَ جون ڀٽون گهڻي تعداد ۾ آهن. هتي جي رهاڪن کي 'ٿري' سڏيو ويندو آهي. هڪ روايت موجب کير جي ملائيءَ (Cream) کي به ٿر چوندا آهن. جڏهن هتان هاڪڙو ۽ مهراڻ نديون وهنديون هيون ته هي سنڌ جو زرخيز ترين علائقو هو، تنهن کي "ٿر" سڏيندا هئا.

هن خطي ۾ واريءَ جي وجود بابت ڄاڻايو ويو آهي ته هيءَ علائقو لکين سال اڳ سمنڊ هيٺ آيل هو. ڪنهن زلزلي سبب اها زمين مٿي چڙهي آئي ۽ سمنڊ پٺتي هٽي ويو. زمين مٿي چڙهي آئي ته هماليه ۽ هندوڪش جبلن جي پاڻيءَ وارن وهڪرن سرزمين سنڌ ڏانهن رُخ رکيو.

اهي آبي وهڪرا، جنهن سرزمين مان سفر ڪندا آيا ٿي، ان ۾ چيڪي مٽيءَ جا پهاڙ ۽ ڪرڪ واريءَ جا اڻ ڪٽ ذخيرا موجود آهن، جن مان هزارين سالن جي عرصي ۾ واري ۽ مٽي وهڪري سان گڏ وهندي، سمنڊ ۾ داخل

ٿي ويندي آهي. واٽ تي جيڪي واهڙ ۽ ڦاٽ ڦٽندا، زمين کي آباد ڪندا ويندا آهن. اهي پاڻ سان گڏ مٽي ۽ واري پکيڙيندا ويندا آهن. پر گهڻي ٺٽي واري ۽ مٽي، درياهه جي پيٽ ۾ ئي رهجي ويندي آهي. جيئن ته سمنڊ ۾




داخل ٿيندڙ پاڻيءَ ۾ مٽي ۽ واريءَ جو گهڻو انداز هوندو آهي. جيڪو اتي چوڙ واري علائقي ۾ گڏ ٿي آخرڪار درياهه جو پاڻي وري متان ڪنهن ٻئي هنڌان رُخ مٽائي وهڻ شروع ٿيندو آهي. پوءِ درياهه جي ڇڏيل پيٽ ۾ جيڪا واري ۽ مٽي رهجي ويندي آهي، اها هوا جي زور تي پکڙجي، آباد توڙي غيرآباد علائقن کي ڦتائي برباد ڪري ڇڏيندي آهي. اهڙا ڪيئن شهر ۽ آباد علائقا ويهينءَ صديءَ جي کوٽاين ۾ ظاهر ڪيا ويا آهن، جيڪي اڄ کان پنج ڏهه هزار سال درياهه جي ٻوڏن دوران ۽ مٽيءَ جي طوفانن ۾، دفن ٿي ويا هئا.

هن علائقي مان ڪنهن زماني ۾ سرسوتي، گهگهر يا هاڪڙو درياهه وهندا هئا. اهي به واريءَ ۽ مٽيءَ جي ريٽ سبب رخ مٽائيندا، آخرڪار بند ٿي ويا. هاڪڙو درياهه ته چار پنج صديون اڳ تائين هتان جي زراعت جو اهم وسيلو هوندو هو، سو به ريتجڻ ڪري بند ٿي ويو.

طبعي لحاظ کان ٿر ۾ اوپر طرف جوڌپور، ٻاڙمير، ڏکڻ طرف ڪڇ جو رڻ ۽ انڊيا جا ٻيا علائقا، اتر طرف عمرڪوٽ ضلعو ۽ سانگهڙ ضلعي جو ڪجهه تعلقو، اولهه طرف بدين ضلعي جو تعلقو ڪلوئي، اتر طرف ميرپورخاص ضلعي جو تعلقو سامارو اچي وڃن ٿا. هي پاڪستان جو سڀ کان وڏو ريگستاني علائقو ليکيو وڃي ٿو.

**ٿر جا ڀاڱا:** ٿر ٻن مکيه ڀاڱن ۾ ورهايو ويو آهي: هڪڙو "ڊِٽ" (ڊاٽ) يعني وارياسو علائقو ۽ ٻيو "پَٽ" يعني ڊاڍيءَ ۽ سڌيءَ زمين وارو علائقو. جيڪو پارڪر سڏجي ٿو. سهوليت لاءِ ٻنهي ڀاڱن جو گڏيل نالو "ٿرپارڪر" رکيو ويو.

اهڙيءَ طرح سان ٿر ۽ پارڪر ٻنهي حصن ۾ رهندڙ ماڻهن جي رسم ۽ رواج، اٿي ويهڻيءَ، آمدورفت ۽ وڻج واپار ۾ ڪو خاص تفاوت ڪونهي، بلڪ سيني ڳالهين ۾ گهڻو ڪري هڪجهڙائي موجود آهي ۽ عام طور تي ٻئي حصا پاڻ ۾ ڳنڍيل آهن.

پارڪر واري ڀاڱي ۾، ننگرپارڪر تعلقي جو ڏاکڻو ڀاڱو ۽ ڪارونجهر ٽڪري ۽ ان جو اوسو پاسو، جيڪو ڏاڍي زمين ۽ پٿرائين علائقي تي مشتمل آهي. هن ڀاڱي ۾ شمار ٿئي ٿو. هن حصي جي ڊيگهه 30 ميل ۽ ويڪر 20 ميل آهي. ملڪ جي بيهڪ، طبعي بناوت، زمين جي خاصيت، پلائي، ڊلائي ۽ ٻين سببن جي ڪري ٿر جا جدا جدا ڀاڱا آهن. جيئن ته:

1. **ڪاٺڙ:** ڇاڇري شهر کان وٺي اوپر- اتر طرف گڏڙي تائين. سمورو ڀاڱو ڪاٺڙ آهي. هن ڀاڱي ۾ واريءَ جون ڀٽون ننڍيون آهن: وڏا ۽ ڊگها وڻ گهٽ آهن. هن ۾ ڇاڇري تعلقي جو اترو وارو ڀاڱو اچي وڃي ٿو.

2. **ڪنڊو:** هن ۾ ڇاڇري تعلقي جو ڏاکڻو ڀاڱو ۽ ننگر پارڪر تعلقي جو اتر وارو ڀاڱو اچي وڃي ٿو. هتي جي زمين پلي ۽ آباديءَ لائق آهي. جنهنڪري ٻني سٺي ٿئي ٿي.

3. **پارڪر:** هن ۾ ننگر پارڪر تعلقي جو ڏکڻ وارو ڀاڱو ۽ اتر طرف ڏانو ڏانڊل شهر تائين وارو ڀاڱو اچي وڃي ٿو. زمين سنئين ۽ ڪکرالي آهي. هتي واريءَ جون ڀٽون صرف ڏاني ڏانڊل جي اوپر طرف تمام ٿوري تعداد ۾ آهن. ويراواهه شهر کان بلڪل سنئين زمين آهي ۽ ڀٽون ڪين آهن. هن ڀاڱي ۾ رڻ به آهي.

4- **سامروٽي:** هن ۾ مٺي تعلقي جو ڏکڻ- اولهه ۽ ڏيپلي تعلقي جو اتر وارو ڀاڱو اچي وڃي ٿو. هتي جي زمين پلي آهي، پر ٿر جي ٻين ڀاڱن جي نسبت ۾ هتي وسڪارو سٺو نه ٿيندو آهي. هتي پاڻيءَ جون ويريون (ننڍا کوهه) ٿينديون آهن.

5- **ونگو:** هن ۾ ڏيپلي تعلقي جو الهندون ڀاڱو اچي وڃي ٿو. چون ٿا ته اڳي هاڪڙو درياهه هتان ونگ کائي رخ مٽائي وهندو هو، ان ڪري ونگو نالو پيو.

6- **وَٽِ:** هن ۾ ڏيپلي تعلقي ۽ مٺيءَ تعلقن جا ڏکڻ وارا ڀاڱا اچن ٿا. هي زمين جو ٽڪرو ڪڇ جي رڻ سان دنگئي ۽ ويجهو آهي. جنهنڪري هتي پاڻي تانگهو آهي.

7- **مهراڻو:** اڳوڻي مهراڻ نديءَ جي وهڪري جي پر وارو ڀاڱو آهي. هن ۾ ڇاڇري تعلقي جو اولهه ۽ مٺي تعلقي جو اتر اولهه ۽ وچولو ڀاڱو اچي وڃي ٿو.

8- **ڊِٽ:** هي سڄي ٿر جي وچ وارو ٽڪرو آهي. هن ۾ عمرڪوٽ تعلقي جو ٿورو ٽُڪر، ڇاڇري تعلقي جو گهڻو ڀاڱو، ۽ مٺي تعلقي جو ڪجهه اتريون ڀاڱو اچي وڃن ٿا. هن جي ڪري سڄي ملڪ کي "ڊِٽ" به سڏيندا آهن ۽ رهاڪن کي "ڊاٽي" چئبو آهي.

"ڊِٽ ڊري پٽ پيون، پاسي پارڪر" (شاهه)

9- **اڇڙو ٿر:** هن ۾ عمرڪوٽ تعلقي جو اتريون ڪنارو، ۽ کپري تعلقي جو اتر- اوپر وارو ڀاڱو اچي وڃي ٿو ۽ اڳتي خيرپور رياست ۽ جيسلمير تائين دنگ اٿس. هتان جي واريءَ جو رنگ ٻين وارياسن علائقن جي نسبت ۾ ڪجهه پورڙي اڇڙي هئڻ ڪري، هن علائقي تي "اڇڙو ٿر" نالو پيو.

سنڌ جو ٿر وارو علائقو "واريَاسو" به سڏبو آهي، ڇوته هيءَ سڄو علائقو واريءَ جي ڀٽن سان ڍڪيو پيو آهي. هن ۾ آباديءَ لائق زمين جا ٽڪرا تمام ٿورا آهن. جيڪي ڀٽن جي وچ ۾ آهن: اهڙن ٽڪرن کي 'تليون يا ڏهر' ڪري سڏيندا آهن.

ويجهڙائيءَ وارو ٿر جو ڪجھ حصو "نارا ڪئنال" جي ڪري آباديءَ هيٺ اچي چڪو آهي. پر شاھ صاحب جي وقت ۾ نہ سڄو 'ٿر' علائقو مينهن جي وسڻ تي مدار رکندو هو. منجهس واهن ۽ ندين جي نہ هئڻ ڪري ماڻهن جو اڪثر مدار کوهن تي هوندو هو. جتي بہ کوھ هوندا هئا، اتي مارو ماڻهو وسنديون ٺاهي ويهندا هئا ۽ اهڙين ئي وسندين کي "ڍاٽي"، "واند" يا "وانديو" ڪري ڪوٺيو ويندو آهي. جهڙوڪ: پراڳي جي واند، ڀيلن جي ڍاٽي، اوڻ جو وانديو وغيره.

ٿر ۽ پارڪر ٻنهي کي ملائي 1843ع ڌاري تعلقو ٺاهيو ويو، پر اهو ڪڇ رياست جي عملداريءَ هيٺ هوندو هو. 1858ع ڌاري ٿرپارڪر تعلقي کي ڪڇ کان الڳ ڪري حيدرآباد ضلعي ۾ شامل ڪيو ويو. 1882ع ۾ ٿرپارڪر ضلعو الڳ ٺاهيو ويو ۽ ان جو هيڊ ڪوارٽر عمرڪوٽ رکيو ويو. 1906ع ۾ ان جو هيڊ ڪواٽر ميرپورخاص ۾ قائم ڪيو ويو. 1990ع ۾ ٿر نالي ضلعو قائم ڪري، ميرپورخاص ضلعو الڳ ڪيو ويو. ٿرپارڪر جو هيڊ ڪوارٽر مٺيءَ ۾ رکيو ويو. پر عوام جي مسلسل مطالبي کي مڃيندي 1993ع ۾ حڪومت ان جو پراڻو نالو "ٿرپارڪر" ئي بحال ڪيو ۽ هيڊ ڪوارٽر مٺي ئي رهڻ ڏنو. هن ضلعي ۾ صرف چار تعلقا آهن: مٺي، ڏيپلو، ننگرپارڪر ۽ ڇاڇرو.

ٿرپارڪر ضلعي جي علائقائي پکيڙ 19638 ڪلوميٽر آهي. ٽوٽل آدمشماري 1 ملين يعني ڏھ لک جي لڳ ڀڳ آهي. چوپائي مال جو تعداد 4 ملين يعني 40 لک جي لڳ ڀڳ آهي.

موجوده ٿرپارڪر ضلعي ۾ ٻہ سب ڊويزنون: مٺي ۽ ڇاڇرو آهن. چار تعلقا: مٺي، ڏيپلو، ڇاڇرو ۽ ننگرپارڪر آهن.

**ٿر مان مليل معدنيات:** ٿر جي معدنيات ۾ ڪوئلو، گرينائيٽ پٿر، چيني مٽي (China Clay) وغيره.

**ڪوئلو:** اسلام ڪوٽ کان اڳتي ڳوٺ ٿهاريي هاليپوٽا ۾ ڪوئلي جي کاڻين تي ڪم جاري آهي. هن وقت تائين مختلف پرڏيهي ڪمپنيون مختلف پروجيڪٽ توڙي فزيبلٽي رپورٽس ٺاهي چڪيون آهن. اهو ڪوئلو 1540 کان 1500 فوٽ اونهو ۽ 45 ڪلوميٽرن ۾ پکڙيل آهي.

ماهرن جي هڪ جائزي موجب ٿر ۾ موجود ڪوئلي جا ذخيرا 175 ارب ٽن مقدار جا آهن. (وڌيڪ ڏسو: ٿر جو ڪوئلو)



ٿر مان نڪتل ڪوئلو

**چائنا ڪلي/ چيني مٽي:** تعلقي ننگرپارڪر جي ڳوٺ ڊيڊوري وٽ چيني مٽيءَ جون کاڻيون مليون آهن. جنهن جو ڪاٿو 3.6 ملين ٽن ڄاڻايو ويو آهي ۽ اهي 125 چورس ڪلوميٽرن جي ايراضيءَ تي ڦهليل آهن. تعلقي ننگرپارڪر جي مختلف هنڌن جهڙوڪ: پورڻ واھ، ڇٽيندا وغيره وٽ انهيءَ مٽيءَ کي صاف ڪرڻ جا ڪارخانا بہ موجود آهن.جتان اها مٽي ٽري ڪيڪڙن ۽ ٽرالن ذريعي ملڪ جي وڏن ڪارخانن تائين منتقل ڪئي ويندي آهي. ان مٽيءَ مان چينيءَ جا ٿانوَ مثال: ڪوپ، ساسر، پيالا ۽ مختلف قسمن جا ٽائلز پڻ ٺاهيا ويندا آهن.

**ٿر جون ڀٽون:** واريءَ جي وڏن دڙن کي ڀٽون چيو ويندو آهي. ٿري ماڻهو ڀٽ کي لَڪ بہ چون. ڪي ڀٽون تمام ڊگهيون ۽ اتاهون ٿينديون آهن. ڪي وچوليون ٿين، جن کي دڙو چيو ويندو آهي. ڪي ڀٽون سڌيون، ڪي ورن وڪڙن واريون ٿينديون آهن. انهن ڀٽن جا نالا انهن جي خاصيت ۽ نسبت سان رکيا ويا آهن، جيڪي دلچسپ آهن، جهڙوڪ: اونڌيو لڪ، مور لَڪُ،



ٿر جي هڪ ڀٽ جو ڏيک

اُٺ لِڪُ، ٻانهياري ڀٽَ، جتن واري ڀٽَ، ماريءَ واري ڀٽَ، گاڏي وارو لَڪَ، ڪاسائيءَ وارو لَڪُ، سوڍا چار ۽ سماچار ڀٽون، ٿوهرن وارو لَڪُ ۽ ڪانڪِهہ وارو لڪ وغيره. انهن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:

**لوڙڪي ڀٽَ:** هيءَ ڀٽَ ڇاڇري تعلقي ۾ دادئي جي ترَ جي اتر طرف آهي ۽ ڪافي وڏي ڀٽ آهي.

**ويسروڙي ڀٽَ:** هيءَ ڀٽَ ساهوءَ جي ترَ جي اوڀر طرف آهي.

**ڪاري ڀٽَ:** هيءَ ڳوٺ تڙدوس جي اُلهندي پاسي آهي.

**ڏنوڙي ڀٽَ:** هيءَ ڀٽ ڳوٺ تڳوسر جي اولھ طرف آهي.

**ڊوڪائي ڀٽَ:** هيءَ چارنَور ڳوٺ جي ايرندي پاسي آهي.

**جِهرڪلي ڀٽَ:** هيءَ ڀٽ جيئندي جي تڙ جي اوڀر طرف آهي، جيڪا سال 1856ع ۾ ڌرتيءَ جي زلزلي سبب ٻہ اڌ ٿي پئي ۽ ان حالت ۾ ئي موجود آهي.

**شهمير ڀٽَ:** هيءَ شهمير جي تڙ جي اتر پاسي آهي.

**ٻانهِياري ڀٽَ:** هن نالي سان ٿر ۾ ٽي ڀٽون مشهور ۽ موجود آهن: (1) تڙهميروي، (2) ڏيپلي تعلقي ۾، ۽ (3) ملڙئي روهل کان الهندي طرف آهن.

**ڪَرڪَر ڀٽَ:** هيءَ ڳوٺ جيسي جي پار جي اتر پاسي آهي.

**سونيا ٻهَہ ڀٽَ:** هيءَ ڀٽ بہ ڳوٺ جيسي جي پار جي اتر طرف آهي.

**هاڏاري ڀٽ:** هيءَ ٺاري جي تڙ جي اوڀر طرف آهي.

**ڪُسَلَ ڪوٽ ڀٽَ:** هن نالي سان بہ ٻہ ڀٽون آهن، هڪڙي ڳوٺ چارنَور جي الهندي پاسي ۽ ٻي ڪاننئي ڳوٺ وٽ آهي.

**ڪيري نات پِٽَ:** هيءُ پٽ مامچيري ڳوٺ کان اتر طرف آهي.
**سانڌهورَ پِٽَ:** هيءُ پٽ سانڌهور ڳوٺ جي ڏکڻ پاسي آهي.
**جُهوندِ پِٽَ:** هيءُ پٽ جهوندِ ڳوٺ جي پرسان آهي.
**ساسِي پِٽَ:** هي ٻہ پٽون آهن. هڪڙي ميگهي جي تَڙ جي اوپر طرف ۽ ٻي ساڪرئي جي ايرندي پاسي آهي.
**ڪِيلَ پِٽَ:** مٺيءَ جي اتر طرف. ٽن ميلن جي پنڌ تي آهي.
**ڪانڪرَ پِٽَ:** 'هيلاريو لنجا' ۽ 'پوسرڪو ساند' جي وچ ۾ ڏيڍ ميل ڊگهي پٽَ آهي. جيڪا ٿرجي ٻين پٽن وانگر ڪافي ڊگهي آهي.
**سَائيني جي پِٽَ:** هيءَ ڇاڇري شهر جي اولهہ پاسي آهي، جتان هندستان جو چوهٽڻ جو جبل صاف ڏسڻ ۾ اچي ٿو.
**موتيسرو پِٽ:** هي پٽ ڳوٺ ٻاراچ جي اُتر طرف هڪ ڪلوميٽر جي فاصلي تي موجود آهي، جنهن کي 'وڏِي پٽ' بہ چوندا آهن.
**جَتن واري پِٽَ:** هيءَ پِٽَ ڏيپلي تعلقي ۾ موجود آهي.
**سودا چار ۽ سماچار پِٽون:** هيءُ ٻئي پٽون، هڪٻئي کي ويجهيون ۽ ڳوٺ ڇيلهار جي اوپر طرف آهن.
**گولا پِٽَ:** هيءَ پٽ ڳوٺ ڏوڙئي جي اترطرف هڪ ميل کن پنڌ تي آهي.
**ڪانڪَهہ پِٽَ:** هيءَ پٽ ڳوٺ رانجهي نون کان ڏکڻ طرف آهي.
**پاتا پِٽَ:** ڳوٺ ڪانٽئي کان ايرندي طرف، ڇاڇري ڏانهن ويندڙ رستي تي آهي.
**عالم سرپِٽَ:** هيءَ پٽ. ڳوٺ عالم سر، تعلقي مٺيءَ جي ڏکڻ طرف آهي.

انهن پٽن کان سواءِ، ٻيون بہ انيڪ پٽون ٿر ۾ موجود آهن، جهڙوڪ: 'ساجي پٽَ'، 'مهڪي جي پٽ'، 'اُٺ ٽنيي پٽ'، 'ارنياري جي پٽ'، 'ٽيٽاري پٽ'، 'ڳينڻ'، 'گڏهہ پنو'، 'روٽاپر'، 'مانگر'، 'روجهڙو'، 'ڏاريندڙو پٽ'، 'ويراڙو' 'گهانگهاسرو پٽ'، 'گوگتياري پٽ' ۽ 'ٽورِياري پِٽَ' وغيره.

**لَڪَ:** جيئن تہ ٿر ۾ پِٽَ کي لَڪُ بہ سڏيندا آهن، تنهن ڪري ڪي پٽون وري لڪن جي نالن سان مشهور آهن، جيڪي هي آهن:
**گاڏيءَ وارو لڪُ:** هيءُ لڪ مٺيءَ کان ٻہ ميل پري اولهہ طرف، نئين ڪوٽ- مٺي رستي تي آهي. اڳي هي لڪ ڪافي وڏو هوندو هو ۽ گاڏيون گهٽي قدر ڪلٽي ٿينديون هيون، ان ڪري مٿس گاڏيءَ وارو لڪ نالو پيو. هاڻي ان کي ڪٽي هيٺ ڪيو ويو آهي، ۽ پڪو رستو ٺهڻ ڪري ٽرڪون، بسون، ڪوچ، ڪيڪڙا، ڪارون، اسڪوٽر آسانيءَ سان گذري وڃن ٿا.
**ڦاٽوڙ وارو لڪ:** هيءُ لڪ ڳوٺ ٻاراچ کان اسلام ڪوٽ ويندي ٻہ ڪلوميٽرن جي فاصلي تي موجود آهي. تقريباً 15 سال اڳ آيل زوردار برسات هن لڪ کي ٽوڙي ڇڏيو هو. پر پاسي جي ڳوٺن جا ماڻهو هن لڪ تي چڙهي پنهنجو وڃايل مال ڳوليندا آهن.
**ڪاسائيءَ وارو لڪُ:** هيءُ لڪ ڇيلهار جي پرسان آهي.
**ٽوهرن وارو لڪُ:** مٺيءَ کان اتر- اوپر طرف، ڇيلهار ڏي ويندڙ رستي تي آهي.
**ٽوُنڪَ:** ٿر ۾ ڪن پٽن جي وچ ۾ ڪو هنڌ اوچو چوٽيءَ سان يا ڪي پِٽون چوٽيءَ سان ٿينديون آهن، جن کي "ٽونڪ" چوندا آهن ۽ پٽ کي بہ انهيءَ نالي سان سڏيندا آهن، تنهنڪري اهڙيون پٽون وري "ٽوُنڪ" جي نالن سان مشهور آهن، جن جو ذڪر هيٺ ڪجي ٿو:
**چانگي جي ٽوُنڪ:** هيءُ ٽوُنڪ، ڇيلهار جي اولهہ طرف ٻن ميلن جي فاصلي تي آهي.
**اِساٻو ٽوُنڪ:** هيءُ ٽوُنڪ، ٽبي ڳوٺ جي اتر طرف آهي.
**ڦليٽو ٽوُنڪ:** ڳوٺ بکوُ جي اتر طرف ٻن ميلن جي پنڌ تي آهي.
**ڏيڏيو ٽوُنڪ:** هيءُ ٽوُنڪ، ڳوٺ بکوُ جي اوپر طرف ٻہ ميل پري آهي.
**ڪونهلو ٽوُنڪ:** هيءُ اڪيراج جي تڙ جي ڏکڻ طرف آهي.

جيئن تہ ٿر هڪ وارياسو علائقو آهي، جتي واريءَ جون پٽون بہ آهن تہ ڪٿي وري پٽن جي سنئين زمين بہ آهي، جيڪا ڪٿي نرم تہ ڪٿي سخت هوندي آهي؛ ڪٿي گهٽي فاصلي تي، ڪٿي ٿوري فاصلي تي. جتي گهٽي فاصلي ۾ سنئين زمين آهي، ان کي "ڏهر" سڏبو آهي. اتي چراگاهہ ۽ آباديءَ لاءِ ٻنيون بہ ٿين ٿيون. ٿر ۾ اهڙا ننڍا توڙي وڏا، گهٽائي ڏهر آهن. خاص ڪري 'ڪنٺي' ۽ 'ڏِٽ' ۾ بلڪل گهٽا ۽ وڏا ڏهر آهن. سامروٽيءَ واري علائقي ۾ اهڙا ڏهر گهڻ آهن، هتي ڪن ڏهرن جو ذڪر ڏجي ٿو:
**ڏاڪِي ڏهر:** ڏاڪي معنيٰ وڏو، يعني وڏو ڏهر. ٿر ۾ اهڙا ٽي ڏهر موجود آهن، جن مان هڪڙو ڳوٺ ڪيتار جي ڏکڻ- اولهہ ۽ مِٺا ٿر جي اتر طرف آهي. ٻيو ڏهر، سِلهہ ۽ اَڪليون ڳوٺ جي وچ ۾ ۽ ٽيون چارنور ڳوٺ جي اولهہ پاسي آهي.
**ڇِڇي جو ڏهر:** هيءُ تاجي جي تڙ کان اولهہ طرف، قابل شاهہ جي ايرندي طرف، ڪرنهور ٽيبا ۽ سنگراسين جي ڳوٺ جي وچ ۾ آهي.
**وچيري جو ڏهر:** هيءُ ڏهر، مصري شاهہ ڳوٺ جي اولهہ طرف، جانب علي شاهہ کان ايرندي ۽ پڳسيل ڳوٺ کان ڏکڻ طرف آهي.
**هيڪَل ڪوري ڏهر:** هيءُ ڏهر، ڏاريندڙي کان اولهہ طرف، ميگهي جي تڙ کان اوپر ۽ رَڙلي ڳوٺ جي ڏکڻ- اوپر طرف آهي.
**ميٺِچو ڏهر:** هيءُ ڏهر وَڪڙئي ڳوٺ جي ڏکڻ طرف آهي.
**ڊوڪارِي ڏهر:** هيءُ ڏهر چارنور جي ڏکڻ ۽ ٻڍي جي تڙ جي اوپر طرف آهي.
**لاٺي جو ڏهر:** هيءُ ڏهر ڳوٺ چارنور جي اتر اوپر طرف آهي.
**پوسِرڪي جو ڏهر:** ڳوٺ پوسرڪي ۽ ڳوٺ روهيڙي جي وچ ۾ هيءُ ڏهر موجود آهي.
**وِيءَ جو ڏهر:** هيءُ ڏهر ڪانڪهي جي اولهہ، راڄوڙي جي اوپر ۽ ڪونهور جي اتر طرف آهي.
**ڀُڪوئي جو ڏهر:** هيءُ ڏهر، ڳوٺ ڀُڪوئي ۽ عالم سر جي وچ ۾ آهي.
**ڇَهو ڏهر:** تعلقي ڇاڇري جي اوپر طرف، پريميءَ جي ويريءَ جي پرسان هيءُ ڏهر موجود آهي.
**گهُگهوڙو ڏهر:** هيءُ ڏهر، ڳوٺ هريار جي اتر طرف ۽ آسار جي ڏکڻ طرف آهي.
**تالسر جو ڏهر:** هيءُ ڏهر، تالسر ڳوٺ جي پرسان آهي، تنهنڪري هن تي اهوئي نالو رکيو ويو آهي.
**گانگاڻ جو ڏهر:** هيءُ ڏهر ميگهي جي تڙ جي اوپر طرف ۽ صالح جي تڙ جي اتر طرف آهي.
**گوُچر ڏهر:** وڪڙئي ڳوٺ کان ڏکڻ طرف، جيئندي جي تڙ کان اوپر، دوٻهار ۽ حجامن جي تڙ جي ڏکڻ- الهندي ۾ هيءَ ڏهر مشهور آهي.
**نِمڻ وارو ڏهر:** هيءُ ڏهر، پوڄاٻو کان اوپر، روهج کان الهندي ۽ تڳو سر کان ڏکڻ طرف آهي.
**روهج جو ڏهر:** هيءُ ڏهر ميگهي جي تڙ کان ايرندي، پيلوءَ جي تڙ کان اتر ۽ روهج جي ڏکڻ ۾ آهي.
**ڏانڌو ڏهر:** جيئندي جي تڙ کان اوپر، وڪڙئي کان ڏکڻ، حجامن جي تڙ کان اولهہ ۽ وليءَ جي تڙ کان اتر طرف آهي.

**ڪيرلي جو ڏهر:** هيءُ ڏهر، حجامن جي ننڍ ڪان اڀرندي ۽ دوبهار ڪان الهندي پاسي آهي.

**ماڪِنيو ڏهر:** ڳوٺ جانب علي شاهه ڪان اڀرندي ۽ مصري شاهه ڪان الهندي طرف هيءُ ڏهر موجود آهي.

**موڏو دڙو ڏهر:** ڳوٺ ورنهاريو ڪان اڀرندي، حيات هاليپوٽو ۽ ڪونهورُ ڪان ڏکڻ ۽ تاجوءَ جي ننڍ ڪان الهندي طرف هيءُ ڏهر موجود آهي.

ٿر ۾ جيئن پٽن جي پاڳن تي جدا جدا نالا رکيل آهن، تيئن اتي جي ٻنين تي به ڪنهن نه ڪنهن مناسبت سان نالا رکيا ويا آهن، مثال طور جيڪڏهن ڪا ٻني پِٽَ جي ٻُڪڙ (هنج) ۾ هوندي ته ان کي "ٻُڪڙ واري



ڏهر جي پوڇانڊي تي مال چرندي

ٻني" چئبو ۽ اجا به وڌيڪ سڃاڻپ لاءِ اها ٻني، جنهن ماڻهوءَ جي ڪاتي هجي ته ان شخص جو نالو به ڳنڍين، جيئن ته "يوسف واري ٻُڪڙ"، "الهڏني جي ٻُڪڙ" ۽ "جمن واري ٻُڪڙ" وغيره. ساڳيءَ طرح جيڪڏهن ڪنهن ٻنيءَ ۾ ڪوڏو ڪنڊو، روهيڙو يا ڄار جو وڻ هجي ته ان ٻنيءَ کي وڻ جي نالي سان ڪوٺين ۽ سڃاڻن، يعني "ڪنڊي واري ٻني"، "روهيڙي واري" يا "ڄار واري ٻني" وغيره ۽ جن ٻنين جي زمين تي ڪاٺين جي ڪُوري (نهائين) پڃائي جايون ٺاهيندا آهن، ته انهن ٻنين کي "ڪوري واري ٻني" چيو ويندو آهي ۽ ٻني جنهن ماڻهن جي ڪاتي هوندي، ان مالڪ جو نالو به ڳنڍيندا آهن. جيئن "عارب جي ڪنڊي واري" يا "علوءَ جي روهيڙي واري" وغيره. ائين جيڪڏهن ڪنهن ٻنيءَ ۾ ڦوڳَ يا ڏَڀ گهڻا هجن، ته ان کي "ڦوڳاري" يا "ڏڀي" چون ۽ جيڪڏهن اتي اڪن جي گهڻائي هوندي ته ان ٻنيءَ کي "اڪاريو" سڏين. جيڪڏهن ڪا ٻني مٿاهينءَ تي هوندي ته ان کي "ڏُهو" يا "مندر" چوندا آهن. جيڪڏهن ٻنيءَ جي زمين سنئين ۽ سخت هجي ته ان کي "ڪاني" يا "ڪانو" چون ۽ ان سان ٻنيءَ جي مالڪ جو نالو به شامل ڪري، "همير جي ڪاني"، "يوسف جو ڪانو" چون ۽ ٻن پٽن جي وچ ۾ سنئين زمين کي "ڏاڳو" چوندا آهن. ساڳيءَ طرح سان جيڪڏهن ڪنهن ٻنيءَ ۾ مگ گهڻا ٿيندا يا ان ڪان اڳ ٿيا هوندا ته ان ٻنيءَ کي "موڳاريو" چوندا آهن. جيڪڏهن ڪنهن ٻنيءَ ۾ پاڻيءَ لاءِ ٽوبو ڪنيل هجي ته ان کي "ٽوباريو" سڏين. ڪٿي ٿوهر گهڻا هجن ته ان کي "ٿوهرن وارو" يا "ٿوهاري" ڪوٺين. ڪٿي ڪٿي پڪين جي ڪري به ٻنين تي نالا رکجن ٿا: يعني جيڪڏهن ڪنهن سال ٻنيءَ ۾ فصل پچڻ وقت ٻوڳهريو پکي فصل کائي ويو ته ان تي "ٻوڳهرياٻو" نالو پئجي وڃي ٿو انهيءَ کان سواءِ، ڪي ٻنيون اهڙيون به آهن، جن جي زمين سخت هوندي آهي: جن کي برسات جي يا ويرين (ٽانگهن ڪوهن) جي پاڻيءَ سان رِڃائي، ٻه- ٽي ڀير ڏيئي، نرم ڪري، ان ۾ پاڄيون، جهڙوڪ: موري، پالڪ، واڱڻ، بصر، ڏاٽا ۽ ٽماٽا وغيره پوکيندا آهن. انهيءَ فصل واريءَ زمين کي "واڙي" چون، جو پوءِ اڳتي هلي زمين يعني ٻنين تي به ساڳيو نالو پئجيو وڃي، بلڪل ساڳيءَ طرح جيڪڏهن ڪٿي پٽن ۽ دڙن جي وچ ۾ ڪوهيناهون سخت زمين جو ٽڪر آباديءَ لائق هوندو آهي ته ان کي "ٽِپري" چوندا آهن.

**ٿر جي موسم / آب و هوا ۽ وسڪارو:** جيئن ته ٿر هڪ واريءَ سو علائقو آهي، ان ڪري سردي توڙي گرميءَ جو اثر تمام جلد ۽ گهڻو ٿيندو آهي. سياري جي مُند ۾ واري ٺريو پوي، تنهنڪري هتي سيءُ گهڻو ٿيندو آهي ۽ گرميءَ جي موسم ۾ واري تپندي آهي، ان ڪري انهيءَ مند ۾ هتي گرمي گهڻي ٿيندي آهي. ساڳيءَ طرح بهار جي موسم ۾ سيءُ گهٽجيو وڃي ۽ ٻوٽن ۾ نوان گوُنچ ڦٽندا آهن. تنهنڪري موسم وڻندڙ ٿيو پوي. روهيڙي جي گلن ۾ هُٻڪار ۽ سرهاڻ پيدا ٿيو پوي. اونهاري جي مند ۾، واري تپيو ٽانڊا ٿيو وڃي ۽ سخت اُڪرس ۽ گرمي محسوس ٿيندي آهي. انهن ڏينهن ۾ ماڻهو اُس ۾ پيرن اگهاڙا ڪين هلن ۽ مٽي تي به انگوڇو يا پٽڪو ٻڌي پوءِ ڪم ڪار سان ٻاهر نڪرندا آهن. اونهاري جي مند ۾، ٿر ۾ سخت لُڪ لڳندي آهي ۽ ويساک وارن ڏينهن ۾ الهندو واءُ لڳندو آهي، واريءَ اڏامڻ لڳندي آهي، انهن ڏينهن ۾ ٿر ۾ مال جي چوريءَ جو به گهڻو انديشو رهندو آهي. سخت لوءِ لڳڻ ڪري ٿر جا خوبصورت ۽ نازڪ طبع پکي ٻاپيهو ۽ مور لُوساٽجيو مريو وڃن. لُڪن لڳڻ ڪري ڪنڊين مان سڱرين جا سُڪل ڪوڪا ۽ ڄارن مان پيرون گهڻي انداز ۾ ڪرندا آهن. ان ڪري ٻاڪرو ۽ رِيڍو مال پاساڙا ۽ مٿاريون چڙي اچي وڻن جا پاسا جهليندو آهي. انهيءَ مند ۾ ڏينهن جو مسافري به مشڪل سان ڪري سگهبي آهي. اڳي انهن ڏينهن ۾ ٿري ماڻهو رات جو ڪيڪڙن (جي. ايم. سي ٽرڪون، جيڪي ٻيءَ عالمي جنگ ۾ استعمال ٿيون هيون) ۾ فُل آواز ٽيپ وڄائي ڏکهي سفر تي اسهندا هئا، پر هاڻي ٿر ڪوچون (جي. ايم. سي ٽرڪن تي بسن جون باڊيون



رکي، ڪوچون ٺاهي هلايون وڃن ٿيون) هئڻ ڪري ماڻهن کي ڏينهن جي سفر لاءِ به ڪافي سهولت ٿي پئي آهي. هاڻي پڪن روڊن ٺهڻ کان پوءِ عام ٽرڪون ۽ ڪوچ به هلن ٿا. ٿر ۾ چوماسيءَ جي برسات پوڻ کان پهرين طوفان به لڳندو آهي. جنهن کي "وانئر" چوندا آهن. اها وانئر گهڻو ڪري اوير ڪان ايندي آهي. ان وانئر ۾ ڪافي تعداد ۾ وڻ به پٽجي پوندا آهن ۽

برسات ختم ٿيڻ کان پوءِ ماڻهو ڪهاڙيون کڻي، جهنگ ۾ ڪريل وڻن تي ٻه ٽي ڏڪ هڻي وڻ والاريندا آهن. ته جيئن ڪو ٻيو ماڻهو قبضو نه ڪري سگهي. وانئڙ دوران جهنگ ۾ رهجي ويل ماڻهو ۽ جانور پاساڙن يا ٻڪڙن يا پٽن جي هنج وارين جاين ۾ پناهه وٺندا آهن. گهرن ۾ ماڻهو ڇونرن ۾ ويهندا آهن. ان چوماسي واري برسات ۾ ڪڏهن ڪڏهن ڳڙا به پوندا آهن، جنهن کي "ڳڙن واري برسات" چوندا آهن. برسات پوڻ کان پوءِ هوا به ٿڌي لڳندي آهي ۽ پوءِ سڀ ٻاهر نڪري برسات جو مزو وٺندا آهن. وري نئين وسڪاري اچڻ جا اهڃاڻ ڪين نظر اچڻ لڳندا آهن. هندن جي پرب 'آکاتي' تي ڳوٺ جا ننڍا ٻار صبح جو اسُر ويلي ننڍين هرن (جن کي 'هريا' به چيو ويندو آهي) ذريعي ڳوٺ جي ميدان کي ڪيڙي هارين جو پرب ملهائيندا آهن. ۽ ڏينهن ٿورو مٿي اچڻ مهل ڳوٺ جا وڏا ڪنهن اوطاق ۾ ويهي پٽ تي چادر وڇائي ٻاجهر ۽ وسڪاري دوران پوکيل فصل جهڙوڪ: موٺ، مڱ ۽ ترن جون مُيون ناهي سنئوڻ ہولائيندا آهن. ڳوٺ جا سُڳٽي (سنئوڻ وجهڻ وارا) جهنگ ۾ وڃي هڪ مخصوص پکي ذريعي سنئوڻ ہولائيندا آهن. اهو پکي جيڪڏهن ساڄي هٿ تي هوندو ته ان کي 'مالاري' ۽ جيڪڏهن کاٻي هٿ تي هوندو ته 'سانگوٺي' چوندا آهن. انهن سوڻن کي 'سُڳڻ' به چون ۽ ائين اهي ايندڙ سال بابت پنهنجي ليکي سُڪار يا ڏڪار اچڻ جي اڳڪٿي ڪري ڇڏيندا آهن ۽ مارچ کان هندن جون جنتريون 'ٽپڻا' توڙي پنهنجي ليکي آڱرين تي وڏو وايو، ننڍو وايو، آڏيل، مگسر جا ڏينهن ڳڻي، يا وري آسمان تي ڪکرن مان نهيل تتر ڪرڙين، چنڊ ٻاهران ڪونڊي ٿيڻ ۽ ٻين مختلف طريقن سان برسات مطابق اڳڪٿيون ڪندا آهن. ٿرين لاءِ مارچ کان نئين وسڪاري جا ڏينهن شروع ٿيندا آهن ۽ آڪٽوبر تائين وسڪاري جا ڏينهن هوندا آهن. ان کان پوءِ ٻنيون لُٽي ۽ فصل گڏ ڪري ڪندن سان قابو ڪري ڇڏيندا آهن ۽ سياري جوان فصل ڪي اتي ئي کولي ان صاف ڪندا آهن، جن کي اهي 'ڪرو' چوندا آهن.

**ٿر جا گاهه:** ٿر ۾ مسلسل برساتون نٿيون پون. جنهن سال چڱيون برساتون پونديون آهن ته طرحين طرحين جا گاهه ڦٽندا آهن. مال متاع جو گذران فقط گاهه تي هوندو آهي. ان کان سواءِ ٿر جا ماڻهو ڪجهه گاهن جهڙوڪ: لُلر ۽ مريڙي کي ٻاڦي شوق سان کائيندا آهن.

ٿر ۾ جيڪي گاهه اُپرن ٿا، تن ۾: پُرٽ، لَنبَ، ڳَنڍير، ڊَڀ، کُوري، ڊامڻ، ڇيهو، وينجهول، ويڪَر، سانئون، ڪِوائي، ڪيلهو، ڇَل، مانڌاٽو (جهيرٽيو)، مڪٽي، سانٽوڙو، تڙڪنتي ۽ ڏنوهِي شامل آهن.



ٿر ۾ وسڪاري دوران بيٺل گاهه جو ڏيک

**ٿر جو شڪار:** اڳي ٿر جا مقامي ڪولهي لومڙ، ڳوهه، تتر ٻاٽيبڙ، سَهن وغيره جو شڪار ڪندا هئا، پر هاڻي ايترو شڪار ڪو نه ڪن. اڳي اهي پٽن جي پاساڙن تي برسات دوران ٿيل ڏرن ۾ رڇ ٻڌي شڪار ڪندا هئا، پر هاڻي جهنگلي جيوت کاتي طرفان مقامي مارين کي شڪار ڪرڻ جي اجازت ناهي. ٿر جي پارڪر واري رڻ ۾ سعودي شهزادا سالن کان ڪئمپون هڻي، تلور، مور، تتر، هرڻ ۽ ناياب جيوت جو شڪار ڪري رهيا آهن. سياري اچڻ سان ئي سعودي شهزادن جا ڪٽڪ وڏا گاڏا ڪاهي رڻ ۾ تنبو لڳائي ڪئمپون ٺاهي شڪار ڪندا آهن.

**ٿر ۾ آيل ڏڪار:** ٿر لاءِ ڏڪار ڪا نئين ڳالهه ڪانهي. صدين کان ٿر ۾ هر ٻيو يا ٽيون سال ڏڪار هوندو ئي آهي، پر گذريل ڪجهه سالن کان ڏڪار تيزيءَ سان اچي رهيا آهن. جنهن جو سبب موسمي تبديلي (Climate Change) به ٿي سگهي ٿو. ٿر جي تاريخ ۾ ڇپني ڏڪار (1956ع ۾ آيل ڏڪار) وڏي تباهي آندي هئي:

گهر گهر ٻڪري، گهر گهر اونٺ،
ڇپنو ڦري گيو، چاري ڪونٺ.



ڏڪار دوران ٿر جو هڪ منظر

اُن سال ته برسات جي ڦڙي به ڪا نه وئي هئي ۽ گاهه جو ته ڪک به ڪو نه ٿيو هو. مال جام مئو ماڻهن پنهنجا سونا ڳهه ڳنا سڀ گروي رکي مال کي چارو ڪارايو. وڏڙن مطابق انهن وڻن جا ڇوڏا کائي به سال ٽاريو هو. 1992ع کان وٺي هيل تائين ٿر جي تاريخ ۾ 12 کان وڌيڪ ڏُڪار اچي چڪا آهن. ڏڪار جو اعلان سنڌ سرڪار طرفان آگسٽ يا سيپٽمبر مهينن ۾ ڪيو ويندو آهي ۽ ڏڪار سٽيلن جي سهائتا لاءِ سستي اگهه تي ڪڻڪ فراهم ڪئي ويندي آهي. جنهن کي ٿر جا ماڻهو "راشن واري ڪڻڪ" چوندا آهن.

**ٿر جو چوپايو مال:** ٿر جي چوپائي مال ۾ ٻڪريون، رڍون، ڍڳيون، مينهون، اُٺ، گهوڙا ۽ گڏهه وغيره اچي وڃن ٿا. هونئن ته ٿر جي مالوند ماڻهن جو گذران ئي مال چارڻ تي آهي، ان ڪري ڳوٺن ۾ رهندڙ ماڻهن وٽ ٿورو گهڻو چوپايو مال ضرور هوندو آهي. ٻڪرين ۽ رڍن کي ڌنار اڪيلو گهٽ ڇڏيندا آهن. وسڪاري توڙي عام ڏينهن ۾ به جاچ پڙتال ڪندا آهن. سياري ۾ وڏين پٽن ۽ ٿارين جي ٻڪڙن تي، جتي سيءَ جي جهل هجي، اتي واڙا ٺاهي وٺاڻ ڪندا آهن. صبح جو سوير اٿي ننڍڙن ڦرن کي ڍڪي، مال کي سيهر ڏانهن روانو ڪندا آهن ۽ پاڻ کنڊين مان پن لاهي وٺاڻ ۾ ڦرن کي کارائيندا آهن. ان کان سواءِ ڍڳيون کائيون پاڻ ۾ ڳنڍي، ڇيڙي تي لوهه جون ڏانئيون هڻي، کنڊين جا پن ۽ کونبٽن جا ڇيڙا ڇاٽي کارائيندا آهن. ڳائي مال جي سار سنڀال ڪرڻ ايڏو ڏکيو ڪم ناهي. ان

ڪري ٿر ۾ ڳائو مال گهڻي تعداد ۾ پاليو ويندو آهي. انهن کي صبح جو ڏهي، ڳوٺ جون سيئي ڊڳيون گڏ ڪري سيم ڏانهن لنگهايون ونديون آهن. سڄو ڏينهن جهنگ ۾ چري، شام جو پاڻهي واپس گهرن ڏانهن ايندون آهن. مينهن کي وري ڪڙ، ٻوسو ۽ ٻري وغيره کارائبي آهي ۽ پوءِ انهن کي جهنگ ڏانهن روانو ڪيو ويندو آهي. پر ٿر ۾ مينهون ٿوري تعداد ۾ پاليون وينديون آهن. ٿر ۾ اُٺ صرف ٺڪر (راجپوت) گهڻا پاليندا آهن. انهن جي ڌنارن کي 'اوٺاڙي' چيو ويندو آهي. اُٺن جي ولر کي 'وڳ' چيو ويندو آهي. شاهه سائين به وڳ لفظ اٺن لاءِ ڪم آندو آهي:

"اُٺ نه وڃي وڳ سين، چري نه لاٿو"

اوٺي مال کي سنڀالڻ ٻئي مال جي نسبت ۾ ڏکيو ڪم آهي. ڪڏهن ڪو اٺ وڳ کان ٽري ويندو آهي، ته اوٺاڙي ٽي چار ڏينهن تائين پويان پيرا کڻي وڃي هٿ ڪندا آهن. اهي پنهنجي وڳ جي اٺن جا پير به سڃاڻندا آهن. وسڪاري دوران ٻني پوکڻ، پاڻيءَ جون پکالون پرڻ ۽ چڙهيءَ ڪرڻ لاءِ ٽرين لاءِ اٺ وڏو سهارو آهي. اٺ کي ريگستان جو جهاز به چيو ويندو آهي. ٿر جا ماڻهو ان کي ڏاگهو چوندا آهن.

گهوڙو، اڳي مير گهراڻن ۾ شوق سان پاليو ويندو هو. پر هاڻي ڏينهون ڏينهن پالڻ جو رواج گهٽجندو ٿو وڃي. هي ٻين جانورن جي ڀيٽ ۾ خرچائو جانور آهي. هن کي صبح شام پاهوري ذريعي ٻاجهر کارائبي آهي. هي هڪ مخصوص جاءِ تي اڳئين ۽ پوئين پير ۾ رسن سان ٻڌبو آهي. جنهن کي ڪُڙ چئبو آهي. هي صرف سواريءَ لاءِ ڪم ايندو آهي. هن جي مادي گهوڙي، نرجي نسبت ۾ بنا ساهيءَ جي وڌيڪ سفر ڪندي آهي. سپ کان پلي ۽ سهجي (سياڻي) گهوڙيءَ کي ترِي چئبو آهي. هن جي لغام کي واڳ به چئبو آهي. هن جا سنج به ڏاڍا مهنگا ٺهندا آهن. ٿر جا سونهڙ وادا 'هنا' ٺاهيندا آهن. پارڪر ۾ راجپوتن وٽ گهوڙو ٻين علائقن جي نسبت ۾ وڌيڪ پاليو ويندو آهي.

گڏه، ٿر ۾ غريب گهراڻن ۾ پاليو ويندو آهي. هيءَ ٻنيون پوکڻ، بار ڍوئڻ، پاڻي پرڻ جي ڪم ايندو آهي. غريب ماڻهو ان تي سواري به ڪندا آهن. هي جانور ٿوري خرچ تي به پلبو آهي. ڏڪار وارين حالتن ۾ گوار، مڱ ۽ موٺ جون سڪل پاڙون کائيندو آهي. هن کي مفت جو مزدور به چيو ويندو آهي. ٿر جا مسلمان 'بجير' ۽ هندو 'اوڏ' هن تي مٽي کڻي سرون وجهي، پونگا ٺاهي ڏيندا آهن.



هڪ هاري، گڏهن سان ٻني پوکيندي

ٿر جي جهنگلي جانورن ۾ سَها، لومڙ ۽ 'وٽ' واري پاسي ڪڏهن ڪڏهن رڻ کان گدڙ به ايندا آهن. هتي نانگن جي گهڻائي آهي. هر سال نانگن جا ڏنگيل 300 کان 400 مريض تعلقي هيڊڪوارٽر اسپتالن ۾ داخل ٿيندا آهن. نانگن ۾ ڪارا نانگ به جام آهن. جن کي جوڳي مُرلين جي ڌُن ذريعي ريجهائي، پڪڙيندا آهن. بلائن ۾ ٻاندوري بلا وڌيڪ خطرناڪ هوندي آهي. جنهن جي مٽي تي ماڻهوءَ جو نشان ٺهيل هوندو آهي. ٻاندوريءَ کان سواءِ ٻوگهي بلا (ٻن مُنهن واري) هوندي آهي. هيءَ بلا پارڪر ۾ گهڻ پر واريءَ جي دڙن تي هوندي آهي. زمين ۾ چَر ڪري هلندي آهي. انهن کان سواءِ سنهيون بلائون به ٿينديون آهن. ٿر جا ماڻهو انهن کي 'گورهيڙو' چوندا آهن. جن جي ڪنڌ تي وار ٿيندا آهن. ان کي 'ڪونياريو' به چيو ويندو آهي. اهو نانگ جو هڪ قسم آهي ۽ ٻين بلائن جي نسبت ۾ خطرناڪ هوندو آهي. اهو اڪثر وڙهي به پوندو آهي ۽ ٽپ هڻي پويان وار به ڪندو آهي. چٽڪمرا نانگ، جن کي 'ترنگ' به چيو ويندو آهي، اهي ايترا خطرناڪ نه هوندا آهن. ٿر ۽ راجستان ۾ رهندڙ هندو ذاتين جا ماڻهو ڪاري نانگ (واسينگ) کي پوڄيندا به آهن. بڏي مهيني جي ڇهينءَ تٿ تي "گوگي ديوتا" جي پوڄا به ڪئي ويندي آهي، جنهن جو مقصد نانگ ڪکڻ کان بچاءُ ٿيندو آهي. مور پکي، نانگ جو دشمن هوندو آهي، جتي به نانگ کي ڏسندو، جهيڙو ٿي پوندو آهي. مور، مينهن ، گجگوڙ ۽ نانگ کي 'سارنگ' به چيو ويندو آهي.

سارنگ لي سارنگ نان چاليو، سامهون سارنگ ٿاءِ.
سڏ ڏيان سارنگ نان، تو سارنگ مُکا جاءِ.

هتي جڙي ٻوٽيون جام آهن. ڏيپلي تعلقي ۾ ٿوهر جا ٻوٽا ٻين علائقن جي نسبت ۾ جام ٿيندا آهن. ڪانڪهه جو ٻوٽو، سائيءَ جي مرض لاءِ اڪثير چيو وڃي ٿو. ان کان سواءِ ڪيترائي ٻوٽا حڪيم پٽي، انهن مان دوائون ٺاهيندا آهن.

ٿر جا هزارين ڳوٺ ڪچن رستن ذريعي ڳنڍيا پيا آهن. هاڻي مکيه شهرن توڙي ڳوٺن ۾ پڪا رستا ٺهيل آهن. پهرين صرف ڪيڪڙا سواريءَ جو ذريعو هوندا هئا. پر هاڻي پڪن رستن ٺهڻ سان ڪوچن سان گڏ بسون به هلڻ لڳيون آهن. ۽ مسافريءَ جي ڪافي حد تائين سهولت ٿي وئي آهي. ٿر جي اهم شهرن ۽ ڳوٺن ۾ پوسٽ آفيسون موجود آهن. مختلف موبائل ڪمپنين طرفان مٺي، اسلام ڪوٽ، ننگرپارڪر، ڏيپلي، عمرڪوٽ ۽ ٻين علائقن ۾ موبائل فون جي سروس مهيا ڪئي وئي آهي.

**ضلعي جون انفرادي خصوصيتون:**

(1) صوبي جو هي واحد ضلعو آهي، جنهن جو نالو ڪنهن شهر يا ڳوٺ جي نالي بجاءِ طبعي ياڱي سان منسوب آهي.

(2) ايراضيءَ جي لحاظ کان هيءَ صوبي جو سيني کان وڏو ضلعو آهي.

(3) صوبي جو وڏي ۾ وڏو تعلقو (ڇاڇرو) هن ضلعي ۾ آهي.

(4) صوبي ۾ ڀارت سان لاڳيتي وڌ ۾ وڌ سرحد هن ضلعي جي ملي ٿي. هن ضلعي ۾ وڌيڪ قديم آثار آهن، جن مان جين ڌرم ۽ ٻڌ ڌرم جا آثار قابل ذڪر آهن.

(6) ٽالپر حڪمرانن گهڻي ۾ گهڻا ڪوٽ ۽ قلعا هن ضلعي ۾ ٺهرايا.

(7) اونهي ۾ اونها کوهه (300 فوٽ) هن ضلعي ۾ آهن.

(8) برصغير جو وڏو ريگستان (ٿر) هن ضلعي ۾ آهي.

(9) گهڻيون لوڻ جون کاڻيون هن ضلعي ۾ آهن.

(10) گاهن ۽ ٻوٽن جا گهڻا قسم هن ضلعي ۾ آهن.

(11) مشهور "پيئڻ" بلا (نانگ) فقط هن ضلعي ۾ ٿيندي آهي.

(12) صوبي ۾ اقليت جو وڏو تعداد هن ضلعي ۾ رهي ٿو.

**ٿر جا لوڪ گيت:** لوڪ گيت، ٿر جي ثقافتي قدرن جو قيمتي سرمايو آهن. اُهي ڪڏهن ٺهيا يا ڪيئن ٺهيا. انهيءَ بابت پڪ سان ڪجھ نٿو چئي سگهجي. البت ڪي گيت ويجهڙائيءَ ۾ ٺهيا. تن بابت ڪي راويتون ملن ٿيون. گهڻا لوڪ گيت عورتن جا چيل آهن، جيڪي ڌار ڌار موقعن تي ڳايا وڃن ٿا. جن لوڪ گيتن ۾ جذباتي محبت جو رنگ آهي، سي فقط مرد ڳائيندا آهن. انهن لوڪ گيتن ۾ 'پَئيو'، 'ڏهرڪو'، 'بادليو'، 'ولهاڙو'، 'همرچو'، 'جوڏيو'، 'ڪَجليو'، 'ليالو'، 'هاسل'، 'مگريو'، 'جوڏاڻو' ۽ 'هينداميٽي' وغيره شامل آهن. مگڻهار فقير، سارنگيءَ تي گهر گهر دان گهرڻ وقت 'مٺهار'، 'پٽهاري' ۽ 'ڪونجل' گيت ڳائيندا آهن.

ڏورو، ٽيج ۽ ٻيا گيت، جيڪي شادين توڙي پربن جي موقعن تي عورتون ڳائينديون آهن.

**ٿر جا قديم آثار:** ٿر جي قديم آثارن ۾ پوڏيسر ۽ ويراواهه لڳ جين ڌرم جا مندر پوڏيسر مسجد **(ڏسو: پدريشر نگري)**، گوڙي مندر **(ڏسو: گوڙي مندر)**، پاري نگر **(ڏسو: پاري نگر)**، ڪارونجهر جبل ۾ واقع هندن جو پراڻو آستان ساڙدرو، نئون ڪوٽ قلعو، عمرڪوٽ قلعو مشهور آهن، جيڪي ٿر جي قديم ثقافت جا اهڃاڻ هجڻ سان گڏ وسڪاري دوران سياحن جي گهمڻ جو خاص مرڪز هوندا آهن.



ننگرپارڪر شهر ۾ موجود جين مندر

**ٿر جا فنڪار:** هن وقت ٿر جي مقبول فنڪارن ۾ صادق فقير، شفيع فقير، ڪريم فقير، مراد فقير (اسلام ڪوٽ وارو)، پڳڙومل 'ناچيز'، يوسف فقير (ڪاسٻي ۾ شو مندر ۾ ڳائيندڙ نابين فنڪار)، برڪت فقير ۽ رجب فقير شامل آهن، جڏهن ته سنڌ جي مقبول فنڪاره مائي ڀاڳي، مراد فقير ۽ موهن ڀڳت به هن ئي ضلعي جا هئا. شادي فقير عمرڪوٽ ضلعي جو فنڪار هو.



ٿر جا فنڪار: مائي ڀاڳي، موهن ڀڳت، صادق فقير ۽ شفيع فقير

**ٿر ۾ رهندڙ قبيلا ۽ ذاتيون:** ٿر ۾ مسلمان ۽ هندو رهن ٿا، جن جا ڪيترائي قبيلا ۽ ذاتيون آهن. مسلمان ذاتين ۽ قبيلن ۾ سيد، بلوچ، خواجه، چانڊيا، ڪوسا، رند، بروهي، سومرا، ميمڻ، نُون، سما، نهڙيا، راهما، اُنڙ، حجام، ڪنڀار، مگڻهار، خاصخيلي، شيدي، ڪنڀار، لنگها، مگريا، جوڻيجا، آريسر، درس، هاليپوٽا، سميجا، چانگ، راڄڙ، دَل، پچارا، ٻهنڀار، وسائيپوٽا، موسي پوٽا، ڄيڄر، ڏيتا، ديدا، ٽيٻا، اوٺا، جنجهي، ٻاراچ، سنگراسي، چنا، سهتا، ڪوڪر، ميٺا، جويا ۽ ٻجير وغيره رهائش پذير آهن. هندو ذاتين ۾ مهراج، ٻاوا، مهيشوري، لوهاڻا، راجپوت، سوٽهڙ، ميگهواڙ، ڀيل، ڪولهي، ريٻاڙي، چارڻ، جاٽ، مالهي، سونارا، لوهار، گُرڙا، نائي، جوڳي وغيره شامل آهن.

**ٿر جون رسمون:** ٿر جي هندو لوڪن ۾ مرڻي جون رسمون ٻارهن ڏينهن هلنديون آهن. ٿر ۾ اڳي ته مهينو ڪن پٽر ڪبو هو، يعني هيٺ رلي يا گلم وڇائي ويهندا هئا، پر هاڻي ته ٻارهن ڏينهن به مشڪل سان ويهندا آهن. اهي ٻارهن ئي ڏينهن ويجهن عزيزن، نياتن، گناتن مان هڪ ماڻهو روز صبح شام ويهڻ ايندو آهي. انهيءَ ڪانسواءِ به هڪ مرد هڪ عورت پهرينءَ رات جو پنهنجو بسترو کڻي ايندا آهن ۽ گهر وارن سان گڏ هيٺ سمهندا آهن. انهيءَ کي "سَٿراڙو" چون. ٻارهن ڏينهن ڪوبه گهر جو ڀاتي سواءِ ننڍين ٻارن جي کٽ تي ڪونه ويهي ۽ گهر ۾ به سواءِ ٻار جي ڪوبه مٺاڻ نه واپرائيندو. ڳوٺ جا ماڻهو به ڏينهن ۾ ٻه ڀيرا صبح ۽ شام، نه ته به هڪ ڀيرو ضرور ايندا. انهيءَ کي "ويهڻ" چوندا آهن. هرڪنهن موقعي، شاديءَ غميءَ لاءِ مخصوص لفظ آهن. اهي چوڻ سان ئي ڀيو سمجهي ويندو آهي ۽ اڳي ته ڇهه مهينا، پر هاڻي ته ڪوبه مهينو نه ملهائيندا؛ مثلاً هولي آئي ته انهيءَ گهر وارن يا ويجهن عزيزن تي ڪوبه رنگ نه وجهندو ۽ چوندا ته "سوڳ" آهي. سوڳ لاهڻ جا به موقعا ٿيندا آهن. مرتيي جي ٽئين ڏينهن تي عزيز سيڻ گڏ ٿين ۽ چون ته "ٽيئون" آهي. انهيءَ ڏينهن سَونڪو نڪرندو. مهراج گهراڻو "وڏيءَ" ڌرمي طريقي موجب ٽپڻو ڏسي ٻڌائيندو ته ڪهڙي ڏينهن ڪريا ڪرم ڪبو ۽ ٻارهو ڪبو، جنهن کي 'ٻارس' يا 'اوسر' به چون. ان کان هڪ ڏينهن يا ساڳئي ڏينهن ٻاهر جي عزيزن دوستن کي گهرائڻ لاءِ لکندا. انهيءَ کي "چٺيون لکيون" چون. انهيءَ لاءِ مخصوص لفظ هوندا آهن: مثلاً "محترم فلاڻا- ايرنت احوال کهڙو لکون: فلاڻو پٽ فلاڻي جو، هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو آهي، انهيءَ جو ڏسائو ۽ ٻارس فلاڻيءَ تاريخ آهي ۽ توهان کي وائڪ ڏجي ٿو." انهيءَ مان هرڪو سمجهي ويندو ته اسان کي ڪڏهن وڃڻو آهي. ويجها رشتيدار ڏسائيءَ جو ۽ ٻيا ٻارس جي ڏينهن ايندا آهن. اهي چٺيون، سادي لفافي ۾ وجهي موڪلبيون آهن. وصول ڪندڙ کي خبر پئجي ويندي آهي ته، خير جي چٺي نه آهي، ڇو ته چٺيءَ واري ڀني جي هڪ ڪنڊ ڪٽي پوءِ موڪلبي آهي.

**ٿر جا جيت:** ٿر ۾ جيتن جا به ڪيترائي قسم آهن جيئن ته:

1. **زمين تي سُرندڙ زهري جيت:** واسينگ، ڪارو نانگ ڦڻ سان، ڪونيارو نانگ، گورهيڙو نانگ، گڏو نانگ، پورينگ، پدم، جهوڙ، جهموڙي، ڪنڪوڙي نانگ، ٽَنگ، لُنڊي، ڪپر، پيئڻ، ٻوگهي، ڪوراڙ، گهوڙيل ۽ ٻيا به ڪئين قسم آهن.
2. **پير وارا زهري جيت:** وڇون، سؤپيريون، هڻ ڪڻ ۽ وڇي وغيره.
3. **اُڏامندڙ زهري جيت:** ڏينڀو، ماکيءَ جي مک، مڇر، ڪُت وغيره.

عام جيت ٻن قسمن جا آهن، اهي زهري نه آهن، جيئن ته:

1. **پيرن وارا جيت:** چندڻ ڳوهه، عام ڳوهه، گوهيرو، نوريئڙو، نور، سانڊو، ڪاڪينڊو (سائو ڳاڙهو اڇو)، ڪُئو، ڪرڙي، ڇچي، ڄاهو، منگهڻ، ماڪوڙا، ماڪوڙي، اُڏوهي، تڏيون (ڪاريون ۽ اڇيون)، ڪاترا، گيئڙ، اوٺُو، اِلي، سُرو، گهُرٽي، ميهه ماما (مينهن وساڙا)، ڄَوا، لَٽون، گوئِڙ، ڇچڙ ۽ ٻيا به ڪيترن ئي نمونن جا جيت ٿين ٿا.

2. **اُڏامندڙ جيت:** عام مکيون، پنيوريون (ساوڻ ۾ اچڻ ٽهڪڻ واريون)، پينگا، گونگها، اڪ مڪڙ، ڪڙڪهيتا، پمرا، گهريتڙي، پمري ۾ بيا.

3. **برساتي جيت:** وسڪاري تي انيڪ قسمن جا جيت پيدا ٿيندا آهن، جن مان ڪيترا باهه يا بتي ٻارڻ تي اچي مڙندا آهن.

**ٿر جا ميلا:** ٿر ۾ ڪنهن نہ ڪنهن پير، فقير، اولياءِ، درويش، سنت وغيره جي قبي يا قبر وغيره تي ساليانو ميلا لڳندا آهن. انهن ميلن ۾ وڏا ناٽڪ، گهٽو واپار، يا نامي مَلهن جا ملاڪڙا گهٽ لڳندا آهن. فقط معمولي دڪان، خاص ڪري مٺائيءَ جا دڪان ۾ چانهہ جون هوٽلون وغيره کُلن، جو نہ ماڻهو سُڪا پوري ڪرڻ لاءِ مٺائيون ورهائيندا آهن. اوسي پاسي جا ماڻهو گڏ ٿيندا آهن. جي ملاڪڙا لڳائيندا آهن. اُهي ڪجهہ انعام بہ ڏيندا آهن. اُٺ ۽ گهوڙا گهمائيندا آهن. بعضي شرطون لڳائيندا آهن. هندو درويشن تي پڄن ڳائيا آهن. اهي ٽوليون مينگهواڙ پڳتن جون هونديون آهن. ڪٿي هڪ ڏينهن ڪٿي ٻہ، ٽي يا وڌيڪ ڏينهن ميلو هلندو آهي. ڪن ڪن هنڌن تي ماڻهو ديڳيون رڌي عام طرح ڪارائيندا آهن تہ ڪي مراد پُنل پٽ جون ديڳيون رڌي ڪارائيندا آهن، ڪي ٻڪر قربان ڪندا آهن، جنهن ڪي جهاٽڪو چئبو آهي. ڪي مٺائيون ورهائيندا آهن. ٿر جا هيٺيان ميلا مشهور آهن.

**راضي شاهہ جو ميلو:** ننئين ڪوٽ کان مٺي ويندي، شهر کان ٻاهر روڊ جي ڏکڻ طرف، ٿر ۽ سنڌ جي ڪَس تي مير ڪرم علي خان ٽالپر جي ٺهرايل ڪوٽ (جو اڄا بيٺو آهي) جي ڏکڻ- الهندي طرف ذوالحج يعني عيدالاضحيٰ تي سال بسال لڳندو آهي. هتي سيد راضي شاهہ گهوٽ لکياريءَ جو عاليشان قبو آهي ۽ مُجاور رهي ٿو هي هڪ وڏو ميلو آهي، جتي ڪافي ماڻهو پري پري کان ايندا آهن. هر ڪنهن قسم جو چگو واپار هلي ٿو ملاڪڙو بہ لڳندو آهي.

**پاربرهم جو ميلو:** ڏيپلي تعلقي ۾ شهر کان 6 ميل اتر الهندي طرف "ويڙهي جهپ" ڳوٺ ۾ هر سال بڊي جي ٻارس کان پورڻما تائين چئن ڏينهن تائين ميلو جاري رهندو آهي. ٿر جي سيني ميلن کان هي وڏو ميلو آهي، جتي پوري پاڪستان کان هندو جاتري ايندا آهن. روايت آهي تہ هتي پارُو فقير (پاربرهم) جيئري سماڌي ورتي هئي. هتي جاترين لاءِ ڪچيون لانديون ٺاهيون وينديون آهن. دڪان وغيره جام کوليا ويندا آهن. پڄن ڳائيا آهن. جانورن جو ديڳيون لاهي ورهائيون وينديون آهن. شام جو جاتري سماڌيءَ وٽ وڃي آرتي ڪن ۽ پاوَ چاڙهيندا آهن. ميلي ۾ هڪ دفعو يا هڪ کان وڌيڪ دفعا آستان جي چار وٽ باهہ جو مچ ٻاٽهي ٻرندو آهي، جنهن بابت روايت آهي تہ ڏاڏو پاربرهم پرچو ڏيندو آهي. هتي بصر جو عام استعمال ٿيندو آهي، جنهن کي "ڏاڏي جا انب" چوندا آهن. هن ميلي تي ذات پات ۽ ننڍ وڏائيءَ جو فرق ختم هوندو آهي.



ويڙهي جهپ ۾ پاربرهم جي ڏچا

**شِو جو ميلو:** هي ميلو ٽن هنڌن تي شِو ڀڳوان جي جنم ڏينهن، شوراتڙي ڏينهن تي لڳندو آهي: (1) عمرڪوٽ شهر ۾ شو مندر ۾، (2) ننگرپارڪر شهر کان ڏکڻ طرف ڪاسبي ڳوٺ ۾ واقع شِو مندر ۾، (3) مٺي شهر ۾ شوراتڙيءَ تي مهراج شامداس مختيارڪار پنهنجي سرڳواسي پتا مهراج مکي تاراچند جي يادگيريءَ ۾ لڳرائيندو آهي، هي ميلو ٽي ڏينهن هلندو آهي. لنگر چالو رهندو آهي.

**رام گِر جو ميلو:** هي چاڇري کان ٽي ميل اوڀر طرف ننگرپارڪر ڏانهن ويندڙ شاهي رستي تي "رامجي جي ويري" ڳوٺ جي پرسان مانگهہ مهيني جي چانڊوڪي سٺئن ۾ بڊي جي اگيارس تي لڳي ٿو جو ٻہ ڏينهن هلندو آهي. هتي ڪچي مٽيءَ جو آستان ٺهيل آهي. ننڍي پيماني تي مٺائيءَ جا دڪان کلندا آهن ۽ ملاڪڙو لڳندو آهي. روايت آهي تہ ڏوپ لاءِ باهہ تي گيهہ جي بدران پاڻيءَ جو چندو هٽبو آهي تہ لاٽ ٿي پوندو آهي.

**مالهڻ جو ميلو:** هي ميلو ڳوٺ چيلهار کان 6 ميل ڏکڻ طرف مٺيءَ ڏي ويندڙ رستي جي اتر طرف، هريار ڳوٺ جي پرسان هر سال مانگهہ ۾ بڊي جي سهائي تيرس، چوڏس ۽ پورڻما تي لڳندو آهي، هي ميلو ٽن ڏينهن تائين جاري رهندو آهي. هڪ روايت آهي تہ هي پاڻ ۾ ست ڀينرون هيون، جن جا ٿر جي مختلف هنڌن تي آستان آهن. پر ڪين ڪو بہ مخصوص نالو نہ ملي سگهيو آهي. انهن کي 'ماتا جي' بہ چوندا آهن، چارڻ بہ هن کي پوڄين ٿا. چارڻ وري هن کي 'ڪوڙيار ماتا' چوندا آهن. راجستان جا راجپوت ۽ ٿر يا هن جي اڄ تائين ماڻهو ديويءَ وانگر پوڄا ڪندا آهن ۽ مختلف هنڌن تي ننڍا ننڍا ميلا بہ لڳندا آهن. هريار ڳوٺ ۾ رستي جي اتر طرف ڪچي مٽيءَ جي هڪ ڪوٺي ٺهيل آهي، جنهن جي چوڌاري جهنگ آهي. ان ٿانءَ واري جوءِ ۾ ڪو بہ ماڻهو وڻ نہ وڍيندو آهي. هريار ڳوٺ ۾ راجپوت، مينگهواڙ ۽ مسلمان ڪنبر رهن ٿا. هتي ٺڪرن جي 'جاڳو' ذات جو آنبجي نالي پوڄو آهي، جيڪو ميلي جا ٽئي ڏينهن توڙي هر مهيني جي سهائي سٺئن ۾ چوڏس تي پوڄا ڪندو آهي. هتي پوري ٿر کان گهڻي تعداد ۾ ماڻهو باسون باسڻ توڙي ڏڄائون چاڙهڻ ايندا آهن. جيڪي پيتا بہ رڪندا آهن. ميلي جي ٻئي يا ٽئين ڏينهن تي عام روايت موجب هڪ پيتي، جنهن کي تالو لڳل هوندو آهي، اهو تالو پاڻهي کلندو آهي ۽ ائين جاترين کي درشن ملندو آهي. هن ميلي ۾ ننڍا ننڍا دڪان کلندا آهن. ملاڪڙو لڳندو آهي. هتي ماڻهو ٻڪرن جو جهاٽڪو ڪندا آهن ۽ پلاهہ رڌي سيني جاترين ۾ ورهايو ويندو آهي. هن مالهڻ جا بيا آستان لڪميار، ڇهو، ٻاراچ، پوريلو ۾ بين ڳوٺن ۾ آهن. جتي هر سهائي سٺئن ۾ چوڏس تي پاو چاڙهي، پرشاد ورهائبي آهي.

**چندو پير:** هي پير مشهور پير پٿوري جي ڪُل مان آهي، جنهنڪري ڪيس پٿوري پوٽو چوندا آهن. هتي هڪ ڪچي مٽيءَ جو پاڙيئو ٺهيل آهي. جو ڳوٺ ڪانئٽي تعلقي چاڇري کان ٽي ميل ڏکڻ الهندي طرف چاڇري ڏي ويندڙ شاهي رستي تي، ڳوٺ مٺڙيي پرسان آهي. هتان چاڇرو -ڪنري لاريءَ جي سروس آهي، ميلو هر سال بڊي جي چنڊ تي لڳي ٿو، جو ٽي ڏينهن هلندو آهي، رواجي دڪان، خاص ڪري مٺائيءَ جا لڳندا آهن. ملاڪڙو ٿيندو آهي ۽ وهٽن جون شرطون لڳنديون آهن. ماڻهو ڪافي انداز ۾ ايندا آهن. ڳوٺ ڪانئٽي جي هندو پنڃات جي پاران سيني کي پَت ڪارايُو ويندو آهي.

**هَرداس ڀڳت جو ميلو:** هي ميلو مٺي شهر ۾ اوڀر طرف دڙي تي هر سال چيٽي چنڊ تي لڳندو آهي، جو ٽي ڏينهن هلندو آهي. هتي ڀڳت جو "ڏيورو" ٺهيل آهي. هرداس ڀڳت ذات جو پشڪرڻو برهمڻ اصل چاڇري جو ويٺل هُو. درويش صفت ۾ سنت هو هن پيشنگوئي ڪئي هئي تہ ترت چاڇري تي ڪا مصيبت اچڻي آهي، تنهنڪري ڪي ماڻهو لڏي اچي مٺيءَ

۾ ويندا. ترت ئي مدد خان پٺاڻ اچي چاچري ۾ ڦرلٽ ڪئي. پڳٽ جا پوبان اڄ تائين مٺيءَ ۾ رهن ٿا. جن کي به پڳٽ سڏبو آهي. اُنهن لاءِ ماڻهن ۾ اڄ تائين چڱي عزت آهي.

**سيد مصري شاهه جو ميلو:** هي ميلو مٺي شهر کان اتر- اولهه طرف نئين ڪوٽ ڏي ويندڙ شاهي رستي تي، گاڏي واري لڪ وٽ، هر سال بدي جي ڏهين تاريخ لڳي ٿو. جو ٻه ڏينهن هلي ٿو. هتي هڪ قبو ٺهيل آهي، جنهن کي چوڌاري ڪنڊن جو لوڙهو ڏنل آهي. ڪافي زيارتي ايندا آهن. چڱو ملاکڙو لڳندو آهي، مٺائيءَ جا دڪان ۽ چانهه لاءِ هوٽل کلندا آهن.

**ميين شاهه جو ميلو:** هي ميلو ڳوٺ ٽڳنيو، تعلقي ڇاڇري ۾ هر سال عاشورن جي وقت لڳندو آهي، جو ٽي ڏينهن هلندو آهي. هتي ميين شاهه جي تربت ۽ شاهي مقام آهي. ڪافي زيارتي ايندا آهن ۽ ڇيلن جون قربانيون ڏينديون آهن. چوپائي مال جي بيماريءَ جي حالت ۾ ماڻهو باسون باسيندا آهن. ٺهنڪري مالدار ماڻهو کير آٽي کيرٽي رڌي ماڻهن کي کارائيندا آهن. ڀت جون ديڳيون پڻ لهنديون آهن.

**ڪنگهار پير جو ميلو:** هي فقير پير پٿوري جي نسل مان آهي. هي ميلو ڳوٺ جانهيري تعلقي عمرڪوٽ ۾ هر سال بدي جي چنڊ تي لڳندو آهي، جو ٻه ڏينهن هلندو آهي. هتي ڪچي مٽيءَ جو ٿلهو ٺهيل آهي، جنهن کي ڪنگهار پير جو "اوٽو" چوندا آهن. ڪافي جاتري ايندا آهن، سڄي رات ڀڄن هلندا آهن ۽ صبح جو ملاکڙو لڳندو آهي. مٺائيءَ جا دڪان لڳندا آهن.

**رامديو پير جو ميلو:** هي ميلو اسلام ڪوٽ ويجهو ڳوٺ ميگهي جي تڙ ۾ هر سال بدي مهيني جي سهائي اگيارس تي لڳندو آهي. هن ميلي ۾ ڀيل ذات جا جاتري گهڻي تعداد ۾ اچن ٿا. ميلي جي ٻئي ڏينهن تي ملاکڙو به لڳندو آهي. راماپير جو جنم راجستان جي رڻوجا ڳوٺ ۾ ٿيو هو، ان ڪري راجستان سميت سنڌ جي مختلف شهرن توڙي ڳوٺن ۾ به ساڳئي تِٿ تي ميلو لڳندو آهي.(تفصيل لاءِ ڏسو: پير، رامديو).

**پير عالم شاهه جو ميلو:** هي ميلو ڳوٺ گڏڙي کان ڏکڻ طرف نو ميل پنڌ تي ڳوٺ عيساڻيءَ ۾ لڳندو آهي.

**پير حسن علي شاهه:** هي ميلو هيرار ڏيٿا تعلقي ڇاڇري ۾ لڳي ٿو.

**همير پير جو ميلو:** هي ميلو ڳوٺ ڇيلهار کان ٻه ميل اتر طرف ڳوٺ ڪيجراڙي پرسان مانگهه جي چنڊ تي لڳندو آهي. هتي پڪ سرو ڏيهرو ٺهيل آهي. ميلو هڪ ڏينهن هلندو آهي ۽ رواجي دڪان لڳندا آهن، ڳوٺ جي ٺڪرن جي پاران کيرٽي ۽ ڀت کارايو ويندو آهي.

**ساميءَ جو ميلو:** هيءَ ميلو ڳوٺ ميگهي جي تڙ تعلقي ڇاڇري جي اوڀر طرف ڏيڍ ميل پنڌ تي هيڪل ڪوريءَ جي ڏهر ۾ بدي جي چنڊ تي هڪ ڏينهن لڳي ٿو. هتي ٻڪر قربان ڪندا آهن.

**مارئيءَ جو ميلو:** ڳوٺ ڀالوا، تعلقي ننگرپارڪر ۾ مارئي جي کوهه وٽ پهريون دفعو 6 مارچ 1967ع تي، مير حاجي محمد بخش خان ٽالپر، سابق وائيس چيئرمين ڊسٽرڪٽ ڪائونسل ٿرپارڪر ۽ سابق ايم.پي.اي جي ڪوشش سان لڳو هو. جنهن ۾ ادبي ڪانفرنس (مقالا ۽ شعر)، ٿري ناچ ۽ لوڪ گيت، ناٽڪ، سئنيما شو وغيره ڪيا ويا. بعد ۾ ثقافت کاتي حڪومت سنڌ 1997ع، 2003ع کان مارئيءَ جو ميلو ڀالوا ۽ مٺيءَ ۾ ملهائڻ شروع ڪيو. ٻه سال کن مقامي ماڻهن ۽ مٺيءَ جي صحافين ڀالوا ۾ هي ميلو ملهايو آهي. 2008ع ۾ ۽ 22 فيبروري 2010ع تي محترمه سسئي پليجو، وزير ثقافت، حڪومت سنڌ، هن ميلي ۾ خاص دلچسپي ورتي آهي ۽ عوامي مطالبي



فيبروري 2010ع ۾ ڀالوا ۾ لڳايل مارئي ميلو

تي هي ميلو ڀالوا ۽ مٺيءَ ۾ ٻنهي هنڌن تي ڪرايو. پهرئين ڏينهن ڀالوا ۾ ڪانفرنس ۽ راڳ ڪرايو. گهوڙن ۽ اٺن جون ڊوڙون ٿيون. دڪان لڳا ۽ نمائشون ٿيون: ٻئي ڏينهن مٺيءَ ۾ مارئي ادبي ڪانفرنس ڪرائي، جنهن ۾ عالمن ۽ اديبن مارئيءَ بابت مقالا پڙهيا. رات جو ٿر جي مقامي فنڪارن راڳ رنگ جي محفل ۾ حصو ورتو. ملاکڙو ٿيو. جنهن ۾ ملهه پهلوانن جوهر ڏيکاريا، ملهن، نمائش ۾ حصو وٺندڙن ۽ فنڪارن ۾ ثقافت کاتي پاران انعام، شيلڊون ۽ سرٽيفڪيٽ ورهايا ويا.

**ٿر جا ميوا:** ٿر جي ميون ۾ جهنگلي ڇاپرو ٻير، ڪرڙن جا ڍڪا، پيرون، سنڌي ٻير (ڪي ماڻهو پنهنجن گهرن ۾ سنڌي ٻير پوکيندا آهن). هنداڻا، گدريون، گدرا، متيرا، چيڙ، گولو پپون ۽ گانگهيٽا وغيره. جن کي ننڍا وڏا، ٻار، عورتون ۽ مرد شوق سان کائيندا آهن.

سنڌ مان انب، زيتون، ڏاڙهون، صوفي ٻير، سنڌي ٻير، ڪمند، گجر وغيره واپاري آڻي شهرن ۾ وڪڻندا آهن. اڄڪلهه مٺي، ڏيپلي، ڇاڇري، اسلام ڪوٽ، ننگرپارڪر، ڇيلهار، ڪانٽيي ۽ ٻين ننڍن شهرن ۾ گهڻو ڪري ڀاڄي ۽ ميوات هر وقت ملي سگهي ٿي.

**ٿر جي ماڻهن جي پوشاڪ:** ٿر ۾ مکيه مذهب اسلام ۽ هندو ڌرم آهن، جن ۾ جدا جدا ذاتيون آهن. مسلمان گهڻو ڪري ساڳي پوشاڪ ڍڪين پر تہ به جدا جدا ذاتين ۾ ڪجهه تفاوت آهي، هندن جي جدا جدا ذاتين جي وچ ۾


ٿرپارڪري ناريون ٿرپارڪري لباس ۾ پاڻي ڀريندي

پوشاڪ جي حوالي سان گهڻو تفاوت آهي. غربت سبب ڪپڙا سادا، سستا، ٿلها ۽ جهالائو پائيندا آهن. اونهاري ۽ سياري جي پوشاڪ ۾ ٿورو تفاوت ڪن. خوشحال گهرن جا مسلمان مرد سٿڻ، قميص، سنڌي ٽوپي، پٽڪو ۽ بوٽ پائين. ڪي سليپر يا سنڌي جُتي پائين. غريب ماڻهو صدري ۽ گوڏ ٻڌن، جا سوٽي ڪپڙي يا اوني ڪتي جي ٺهيل هوندي آهي. سوٽي گوڏ، ڪي ڪاري رنگ

جي ۽ ڪي نيري رنگ جي ۽ ڪي خاڪي رنگ جي پسند ڪندا آهن. انهيءَ ڪپڙي کي گَندِي پڻ چون. مهيشوري، سونارا، کٽي، ٻاوا، شلوار، قميص پائين ۽ عورتون بہ شلوار چولا پائين. ٿر ۾ پٽڪا مختلف رنگن جا هوندا آهن. ڪي پوڙها پُٺيو (انگرکو)، قميص، چادر يا لانگوٽي سان ٻڌن، خوشحال گهرائُن جا ٺڪر ۽ سوٽهڙ سوٽي ڪپڙي جو لانگوٽو ٻڌن. نوجوان ڦينٽو (راجستاني پٽڪو) ٻڌن. ڀيل لانگوٽو گهٽ ٻڌن. بنا لانگوٽي گندي پائين ۽ ڀيل نوجوان وري گهاٽيون شلوارون ۽ قميص پائيندا آهن.

مسلمان ڪپڙي لاءِ ڪارو ۽ خاڪي رنگ پسند ڪن. جو سٿڻ، پٽڪي ۽ گوڏ جي ڪپڙي ۾ استعمال ڪن. ٻروچ وري نيري سٿڻ يا نيري گندي جي گوڏ پسند ڪن. عام مسلمان مٿي تي بعضي اجرڪ بہ ٻڌن ۽ گوڏ ٻڌڻ لاءِ پڻ شوق سان ڪم آڻين. غريب ماڻهو انگوڇي جو پٽڪو ٻڌن. قميص، صدري، سلوار وغيره بہ ڪتان ڦاٽي پوي تہ ڪاريون (ڇَتيون) ڏيئي ڪم پيا آڻيندا آهن. چادر جي ٻن پُڙن کي ڳنڍڻ لاءِ شوق ڪري چاريدار نمونې پرت ڪرائين، جنهن کي "کِيلڻ" چون. ڪيترا غريب تہ پُنن تي سوٽي ڪپڙي مان ٺهيل گنجي پائين. صدري يا قميص گهٽ پائين. ٿر ۾ هاري ناري، مزور ۽ ڏنار وغيره اڪثر ننڍڙي گوڏ



ٿرجو ثقافتي لباس

طور ٻڌي پيا ڪم ڪار ڪندا آهن، جنهن کي "پوتڪِي" چون. وچولو ۽ غريب طبقو چادر ضرور پاڻ وٽ رکي، جا اُن کي ڪيترا ڪم ڏئي، سيءُ ۾ اوڍي، ڪچهري ۾ ڦانگ (ڪانپ) ٻڌي ويهي ۽ وسڪاري جو لاباري وقت سنگن جي پرين ۽ گاهہ ٻڌڻ لاءِ ڪم اچي.

اڳي برهمڻ (مهراج)، ٺڪر ۽ سوٽهڙ وريل نوڪ سان جُتي پائيندا هئا، جنهن کي "موچڪي جُتي" چئبو هو. پر هاڻي اهو رواج ختم ٿي ويو آهي ۽ بازاري جتيون توڙي سليپر استعمال ڪندا آهن. لُهاڻا، کٽي، سونارا ۽ ٻيا شهر ۾ رهندڙ ماڻهو بوٽ پائيندا آهن. ڀهراڙين ۾ پڙهيل طبقي وارا بوٽ ۽ سليپر پائين. اڳي مينگهواڙ بوٽ، سليپر ۽ جُتيون ناهي پاڻ بہ پائيندا هئا ۽ شهرن ۾ وڪرو بہ ڪندا هئا ۽ اهو رواج اڄ بہ آهي. اهي ديسي چمڙي جي جُتيءَ کي ڪارو تيل مکين تہ جيئن نرم ٿئي ۽ جٽاءُ ڪري. ٿر ۾ اونهاري جو پيرن اگهاڙو هلي نہ سگهبو. ڇاڪاڻ جو تتل واري پير ساڙيو ڇڏي ۽ وسڪاري جو وري بوٽ هلڻ نہ ڏين. بوٽن جو رواج ڀهراڙي ۾ ڪونہ آهي. پڙهيل ۽ شهري ماڻهو قميص، سُوٽ ۽ ڪوٽ بہ پائين ۽ مٿو اُگهاڙو رکن.

مسلمان عورتون گهاگهرو (پڙو)، ڪنجرو ۽ چُني ڪن. ڪنجري تي سُلين ڊزائينن سان ريشم جو پرت ۽ ٽِڪون لڳل هونديون آهن. ٻروچن جون عورتون سُٿڻ ۽ گهگهو ڍڪين. ڪنواريون ڇوڪريون گهاگهرو، چولو ۽ پوتي پائين. برهمڻ، مهيشوري، سونارا، سوٽهڙ ۽ ٺڪر عورتون گهاگهرو، چُني ۽ جهَبو پائين. لوهاڻيون عورتون سٿڻيون ۽ چولا پائين. هندو نيچ ذات واريون عورتون گهاگهرو، ڪنجرو ۽ چُني پائين. جهَبي جو رواج گهٽ ٿيندو وڃي ٿو. ڇوڪريون گهاگهرو، چولو ۽ پوتي پائين. ريشمي چُنيون جن جي ڪنارين تي گوٽي جون تارون ۽ چاريدار ماڪليون ۽ ربينون چڙهيل ۽ ستارون مڙهيل، ريشمي پرت سان چُنيون، ريشمي گهاگهرا جن جي ڪنارن تي گوٽي جون تارون لڳائي، ريشمي جهَبا تارن ۽ مُکي جي پرت سان پائين. شاهوڪار مسلمان زالون بہ اُچا ريشمي ڪپڙا پائين. سونارا، لوهاڻا ۽ کٽي پاڻ ۽ عورتون چڱا ڪپڙا پائين. ڳوٺاڻيون ٿري عورتون هندو توڙي مسلمان اڇو ڪپڙو نہ پائينديون آهن. ڇو تہ اڇو ڪپڙو پائڻ نياڳ جي نشاني سمجهنديون آهن. پر لوهاڻيون اڇي ململ جا رَئا ڍڪينديون آهن. عورتون رنگين ڪپڙي جون شلوارون ۽ ڇوڪرا پتلونون پائين. اڳي اڪثر عورتون گهر ۾ ائٽ تي ڪپهہ ڪَتي ڪپڙو تيار ڪرائي، ڪتين کان رڱائي، اُن جا پَڙا، اوڍڻ، ٻانڌڻيون ۽ ڪنجريون وغيره تيار ڪري پائينديون هيون. پر هاڻي اهو رواج بہ ختم ٿي ويو آهي ۽ اهي بازاري ڪپڙو استعمال ڪن ٿيون.

مسلمان ۽ هندو (خاص ڪري مينگهواڙ) ڪنواريون ڇوڪريون چولا پرت سان ڀري، مٿن ٽِڪون لڳائي، ٽنؤر ٽاڪي پائينديون آهن. عورتن جو عام لباس پڙو، ڪنجري، اوڍڻ، چُني ۽ لوئي آهي. لوئيءَ کي کٽي بہ چون، جا اڇي رنگ جي ٿيندي آهي. غريب عورتون کي اڇي اوني لوئي ۽ ڪي ڳاڙهي رڱي مٿي تي ڪن. جو سياري جو گرم آهي ۽ گهڻو وقت جٽاءُ ڪري ٿي. رڍن جي اُن گهر ۾ ائٽ تي ڪَتي ڪپڙو ٺهرائي لوئي تيار ڪرائين. ڪپڙو مينگهواڙ تيار ڪن، جن کي "وَڻڪَر" چون، جي سڄي ٿر ۾ جتي ڪٿي آهن. شهري عورتون ننڍو گهاگهرو پنجن کان اٺن والن اندر ڪن، مگر ڀهراڙيءَ جون عورتون پَڙو بلڪل وڏو ڪن، جو گهڻو وقت جٽاءُ ڪري ٿو. گهاگهري جي هيٺئين ڪناري کي مضبوط ڪرڻ



ٿرجو ثقافتي لباس

لاءِ ٿلهي سائي ڪپڙي جي انچ ڏيڍ پٽي چاڙهي هيٺان اوٽي ڏيئي قابو ڪن. ڪي وڏيڪ زينت لاءِ سنهي پيلي ڪپڙي جي اوٽ بہ ڏين تہ ڪي وري بازار مان ماڪي جو پٽو گهرائي، هٽنديون آهن تہ ڪي وري شهر مان ڪٽين کان ڪڙ ڪرائينديون آهن. زنانين جُتين جون ڪُڙيون ويٺل ٿين ٿيون. اڳي عورتون (مسلمان توڙي هندو) سنڌي جتيون جنهن جي ڦٽي تي ڦوندو هوندو هو، اهي پائينديون هيون. هاڻي نيون ۽ فيشني جتيون پائين. ٿر جا واقف ماڻهو هندن جي پوشاڪ مان برهمڻ، مهيشوري، ٺَڪُر، سوٽهڙ، مينگهواڙ، ڀيل، ڪولهي وغيره سڃاڻي بہ وٺندا آهن. مسلمان شادي شده عورتون ٺونٺ کان مٿي سفيد چوڙو ۽ هيٺ شهري چوڙيون پائين ۽ ڪنواريون ڇوڪريون صرف چوڙيون پائين. هندو شادي شده عورتون مختلف ويس ڪن. لوهاڻا، مهيشوري، سوٽهڙ، سونارا، کٽي ذات جون پڙهيل عورتون شيشي جون چوڙيون پائين. ڪنوارين ۽ شادي شده ڇوڪرين جي سڃاڻپ صرف ڪپڙن ۽ زيورن سان ڪئي ويندي آهي. شادي شده گهاگهرا پائين ۽ ڪنواريون شلوار قميص پائين. ڀهراڙين ۾ رهندڙ ٺڪرن، سوٽهڙن، ميگهواڙن ۽ ڀيلن ۾ اڇا چوڙي پائڻ جو رواج هلندو اچي. مسلمان شادي شده عورتون زيورن ۾ نڪ جو ڪوڪو، واليون پائين. جڏهن تہ هندن

۾ مختلف ذاتيون پنهنجي پهچ آهر زيور استعمال ڪن. نڪر شادي شده عورتون الي هوريو، ٽڪڙو، جهومر، ايرينگ، نٿ، ٻولي پائين ۽ پيرن ۾ ڪڙيون، ساٿيون ۽ ڇير پائين. پيرن جي آڱرين ۾ چانديءَ مان ٺهيل وڇيا پائينديون آهن.

ڀهراڙين ۾ رهندڙ ذاتيون نائي، سوٿهڙ ۽ مهراج به ساڳيو ويس ڪن، صرف مٽي تي الي ۽ ٽڪڙو ۽ نڪ ۾ بولي گهٽ پائين. پر شهر ۾ رهندڙ لوهاڻا، مهراج، مهيشوري، سونارا، ڪٽي چوڪريون پيرن ۾ ڇير، نڪ ۾ ڪوڪو ۽ ڪنن ۾ واليون پائين.

هن ضلعي ۾ 82 کان وڌيڪ مختلف غير سرڪاري، سماجي ادارا ڪم ڪري رهيا آهن. جن ۾ ماروئڙا نيٽ ورڪ، ٿرديپ، ٻانهن ٻيلي، بي. وي. ڊي. بي، اسڪوپ، ٽي. ايس. او وغيره جو ڪم نمايان ڏسڻ ۾ اچي ٿو.

ٿر جي موجوده عالمن، اديبن، شاعرن ۽ صحافين ۾ : عبدالقادر جوڻيجو، عبدالواحد آريسر، پروفيسر ڊاڪٽر تنوير جوڻيجو، ولي رام ولڀ، شيام داس جوشي، نور احمد جنجهي، حليم باغي، جمن دربدر، سائينداد ساند، پريم شواڻي، ڪاڻائو جاني، پارو مل امراڻي، بلاول اوٺو، دليپ ڪوٺاري، تندلال لوهاڻو، ممتاز نهڙيو، فقير منور ساگر، اعجاز بجير، گلزار اوٺو، ساجد بجير، لياقت نهڙيو، فقير سليم ۽ پيارو شواڻي وغيره مشهور آهن.

ٿر جي موجوده مشهور سياستدانن ۾ سنڌ جو اڳوڻو وزير اعليٰ ارباب غلام رحيم، راڻا همير سنگهه، مهيش ملاڻي، ارباب ذڪاءُ الله، ڪتو مل جيوڻ، انجنيئر گيانچند، ولي محمد راهمون، فقير شير محمد بلالاڻي، رامسنگهه سوڍو، عنايت راهمون، گل محمد لاٽ مشهور آهن. جڏهن ته هاڻوڪي جمهوري حڪومت ۾ چونڊيل ايم اين ايز ۾ پاڪستان مسلم ليگ (ق) جو ارباب ذڪاءُ الله، ٿرپارڪر- I (مٺي- ڏيپلو تڪ) مان ۽ پاڪستان مسلم ليگ (ق) جو غلام حيدر سميجو، ٿرپارڪر-II (ڇاڇرو- ننگرپارڪر تڪ) مان ايم اين اي چونڊيا آهن. جڏهن ته اقليتن جي مخصوص سيٽ تي پ. پ. پ جو ضلعي اڳواڻ مهيش ملاڻي ايم اين اي پڻ چونڊيو آهي.

صوبائي سيٽن تي PS-60 ڏيپلي واري تڪ مان پاڪستان مسلم ليگ (ق) سنڌ جو رهنما ۽ سنڌ جو اڳوڻو وڏو وزير ڊاڪٽر ارباب غلام رحيم، PS-61 مٺيءَ واري تڪ مان مسلم ليگ (ق) جو ارباب ذوالفقار علي، PS-62 ننگرپارڪر واري تڪ مان مسلم ليگ (ق) جو مرحوم ارباب حاجي عبدالله چونڊيو هو. پر ان جي وفات کان پوءِ پ پ پ جو شرجيل انعام ميمڻ کي ايم پي اي چونڊيو ويو آهي. جڏهن ته PS-63 ڇاڇري واري تڪ مان پاڪستان مسلم ليگ (ق) جو عبدالرزاق راهمون، ايم پي اي چونڊيا آهن. ان کان سواءِ ٿر مان صوبائي اقليتي سيٽ تان ٿر جو ناميارو سياستدان رامسنگهه سوڍو پڻ ايم پي اي چونڊيو آهي.

**ٿر ايڪسپريس**: "راڄا جي ريل" جي نالي سان مشهور اڳي پاڪستان ڀارت ۾ هلندڙ ريل، ٻنهي ملڪن جي وچ ۾ ڪشيدگيءَ جي ڪري 5 سيپٽمبر 1965ع تي بند ڪئي وئي، جيڪا 40 سالن 4 مهينن ۽ 11 ڏينهن ڪانپوءِ هڪ دفعو ٻيهر 18 فيبروري 2006ع تي "ٿر ايڪسپريس" جي نالي سان شروع ڪئي وئي، جيڪا ڪراچيءَ کان 338 مسافر کڻي ڀارت رواني ٿي. ٺاهه موجب ٽرين پهريان ڇهه مهينا پاڪستان مان ۽ بعد ۾ ڇهه مهينا ڀارت مان هلندي. پاڪستان کان اها ٽرين ڪراچيءَ کان کوکراپار آخري اسٽيشن تي اسٽاپ ڪري ٿي ۽ ڀارت ۾ جوڌپور کان موناباٿو اسٽيشن



ٿر ايڪسپريس

آخري اسٽيشن آهي. ان کانسواءِ پاڪستان ۾ حيدرآباد، ميرپورخاص، شادي پلي، پٿورو، ڍورو نارو، ڇور وغيره ۾ ٿر ايڪسپريس جون اسٽيشنون آهن. جڏهن ته ڀارت ۾ جوڌپور، ٻاڙمير ۽ موناباٿو وڏيون اسٽيشنون آهن.



**ٿرتي ٽڌو چنڊ** (ڪتاب): هي نوجوان شاعر عباس ڪوسي جي شاعريءَ جو ڪتاب آهي. هن ڪتاب جو مهاڳ نوجوان شاعر ۽ ڪالم نگار سردار شاهه لکيو آهي، جڏهن ته نامور شاعر حليم باغي، جمن دربدر، مير حسن آريسر ۽ حاجي ساند جا تاثر شامل آهن. هن ڪتاب ۾ غزل، آزاد نظم ۽ نثري نظم آهن. 103 صفحن، پڪي جلد ۽ رنگين ٽائيٽل واري هن ڪتاب جي قيمت 100 روپيه آهي. هي ڪتاب وقاص پبليڪيشن، عمرڪوٽ طرفان 2007ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

**ٿر جو ديپ "امر دليپ"** (ڪتاب): هي ڪتاب نوجوان ليکڪ دليپ سنگهه سوڍي جي ياد ۾ ترتيب ڏنو ويو آهي. جيڪو 2001ع ۾ ڀارت ۾ آيل زلزلي وقت احمدآباد (ڀارت) ۾ جڳهه ڪِرڻ سبب دهجي فوت ٿي ويو. دليپ سنگهه سوڍو ٿر جي مشهور سياستدان، سماجي اڳواڻ، اديب ۽ وڪيل رامسنگهه سوڍي جو ذهين پٽ هو. هن ڪتاب جو مهاڳ نامور اديب ولي رام ولڀ جو لکيل آهي. هي ڪتاب امر دليپ سنگهه ميموريل ڪاميٽي مٺي پاران، سال 2002ع ۾ شايع ڪيو ويو. 384 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 200 روپيا آهي.

**ٿر جو ڪوئلو** (Thar Coal): ٿر کي قدرت طرفان ٻين نعمتن سان گڏ ڪوئلي جي ذخيرن سان به نوازيو آهي. 1988ع ۾ برٽش اوورسيز ڊيولپمينٽ ايجنسيءَ (ODA) اسلام ڪوٽ کان اٽڪل 15 ڪلوميٽر اوڀرندي طرف ڳوٺ ڪاريي غلام شاهه جي ويجهو ڪوئلي جي ڳولا ۾ ڪامياب ٿي. 1989ع ۾ GSP/UGS ڇاڇري جي پرسان 'سازدا' طرفان ڪونايل پاڻيءَ جي کوهه جو ارضي ۽ طبعي جائزو ورتو ۽ ٻڌايو ته ٿر واري رڻ پٽ ۾ ڪوئلي جو وسيع ذخيرو موجود آهي. فيبروري 1992ع ۾ ٿر ۾ ڪوئلي جي موجودگي لاءِ ڊرلنگ جي وسيلي چار سوراخ ڪيا ويا.

**ٿر ۾ ڪوئلي واري ايراضي وارو وچور:**
ٿرجي ڪوئلي وارو علائقو اٽڪل 15 24 ۽ 45 25 اتر ويڪرائي ڦاڪ، 45 69 ۽ 45 70 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ جي وچ ۾ ڦهليل آهي. ٿر جو ڪوئلو هيٺين بلاڪن ۾ ڏنل وچور موجب مليو ٿو:

| نمبر | بلاڪ جو نالو | ايراضي (چورس ڪ.م ۾) | ڊگريون: ويڪرائي ڦاڪ | ڊگريون: ڊگهائي ڦاڪ | ڪوئلي جي موجودگي ملين ٽن ۾ |
|---|---|---|---|---|---|
| 01 | سينهارو ڪيمي ۽ ورواٺي، بلاڪ-I | 122 | '35 '24 کان '44 '24 اتر | '12 '70 کان '18 '70 اوڀر | 3,566 |
| 02 | سينگارو، بلاڪ-II | 55 | '44 '24 کان '51 '24 اتر | '15 '70 کان '25 '70 اوڀر | 1,584 |
| 03 | صالح جوتڙ، بلاڪ III | 99.50 | '49 '24 کان '58 '24 اتر | '12 '70 کان '18 '70 اوڀر | 2,008 |
| 04 | سونلبهه، بلاڪ-IV | 82.50 | '41 '24 کان '48 '24 اتر | '12 '70 کان '20 '70 اوڀر | 2,271 |

- ٿرجي ڪوئلي وارو علائقو سنڌ ۾ ڏکڻ- اوڀرندي طرف ٿر واري رڻ پٽ ۾ آهي ۽ اهو علائقو ويڪرائي ڦاڪ '24:30 اُتر کان 25: ۽ ڊگهائي ڦاڪ '70:3 اوڀر جي وچ ۾ آهي.
- ٿرجي ڪوئلي واري ايراضيءَ جي پکيڙ اٽڪل 9100 چورس ڪلوميٽرن تي پکڙيل آهي. (اها ايراضي ٿرجي ڪل ايراضي 22000 چورس ڪلوميٽرن مان آهي) ۽ اها (اتر-ڏکڻ) طرف 140 ڪلوميٽر ۽ (اوڀر ندي-اولهندي) طرف 65 ڪلوميٽرن تي مشتمل آهي.
- ٿرجي ڪوئلي وارو علائقو ٿر ضلعي جي مٺي، ڇاڇرو ۽ ننگرپارڪر تعلقن ۾ آهي.
- ٿرجي ڪوئلي جي ذخيرن جو تخمينو 175 ارب ٽن آهي.
- ڪوئلي جي هن ذخيري جي حسان سان ڪوئلي جي پيداوارن وارن وڏن 12 ملڪن جي فهرست ۾ ستين نمبر تي بيهي ٿو.
- ٿرجي ڪوئلي جو معيار لگنئيٽ A کان B آهي. جيڪو بجلي پيدا ڪرڻ لاءِ مناسب آهي.

ماهرن جي هڪ جائزي موجب ٿر ۾ موجود ڪوئلي جي ذخيرن مان تيل ۽ گئس جي پيٽ ۾ توانائيءَ جي پيداوار سئو پيرا وڌيڪ ڪري سگهجي ٿي. هڪ اندازي موجب ان ڪوئلي جي صرف ٻه سيڪڙو استعمال سان چاليهن سالن تائين 20 هزار ميگا واٽ بجلي حاصل ڪري سگهجي ٿي. پاڪستان هن وقت توانائيءَ جي شديد بحران جو شڪار آهي. بجليءَ جي اڻ هوند عام ماڻهن لاءِ پريشانيءَ جو سبب هئڻ سان گڏ صنعتي ۽ معاشي طور هاڃيڪار ثابت ٿئي ٿي. ٿرجي ڪوئلي جي مدد سان توانائيءَ جي پيداوار ۾ بي انداز اضافو ٿي سگهي ٿو. ان ڏس ۾ سرڪار پاران ڪجهه غير ملڪي ڪمپنين ذريعي ٿر ۾ ڪوئلي بابت سروي ڪرايو ويو آهي. جنهن تي جلد عمل ڪرائڻ جي ضرورت آهي. ان سان هڪ طرف ملڪ لاءِ توانائي حاصل ٿيندي، ٻئي طرف علائقائي نوجوانن ۽ پورهيتن کي روزگار جو موقعو ملي سگهندو.

2008ع ۾ چونڊيل جمهوري حڪومت جي وزيراعظم يوسف رضا گيلانيءَ ٿر ڪول اٿارٽي جي تشڪيل جي منظوري ڏني، جنهن موجب ٿر ڪول اٿارٽيءَ جو چيئرمئن سنڌ جو وڏو وزير هوندو. وائيس چيئرمئن پاڻيءَ ۽ بجليءَ جو وفاقي وزير هوندو. جڏهن ته پلاننگ ڪميشن جو ڊپٽي چيئرمئن، ٿر ڪول اٿارٽيءَ جو ٻيو ڊپٽي چيئرمئن هوندو. تنهن کان سواءِ ٻين ميمبرن ۾ سيڪريٽري پاڻي ۽ بجلي، چيف سيڪريٽري سنڌ ۽ هڪ صوبائي وزير، ڪول اٿارٽيءَ جو ڊائريڪٽر/ سيڪريٽري طور فرض نڀائيندو.

**ٿرجي ٻولي** (ڪتاب): هي ڪتاب ٿرجي ٻوليءَ بابت لکيو ويو آهي، جنهن ۾ ڍاٽڪي، پارڪري، سوڍڪي محاورن تي بحث ڪيو ويو آهي. ان کان سواءِ ٿرجي پهاڪن ۽ چوڻين تي به اهم معلومات آهي. هي ڪتاب ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي ۽ هدايت پريم لکيو آهي ۽ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ پاران جنوري 1994ع ۾ شايع ڪيو ويو. ڪچي جلد ۾ 144 صفحن تي مشتمل هن ڊيمي سائيز ڪتاب جي قيمت 40 روپيا آهي. سنڌي ٻولي اٿارٽيءَ جي هڪ جامع رٿا هيٺ، سنڌ ۾ جدا جدا ڀاڱن ۾ ڳالهائجندڙ سنڌي ٻوليءَ جي لهجن جي اڀياس ۾ "ٿر" واري علائقي جي ٻوليءَ بابت هيءُ ڪتاب لکيل آهي. هيءُ ڪتاب ڇهن بابن تي مشتمل آهي. پنجن بابن ۾ ٿرجي مختلف محاورن ۽ ڍاٽڪي، پارڪري، سوڍڪي ۽ ٿريءَ کي سهيڙيو ويو آهي. ڇهين باب ۾ انهن خطن جا پهاڪا، چوڻيون ۽ اصطلاح وغيره ڏنا ويا آهن. ان کان سواءِ آخر ۾ ٽي ضميما به ڏنل آهن. جن ۾ ٿرجا چونڊ لفظ، گريئرسن جي ڪتاب ۾ ڏنل ڍاٽڪي ٻوليءَ جا ٻه نمونا ۽ شاهه جي رسالي ۾ سر ڏول ماروءَ جا بيت ۽ وايون ڏنل آهن.

**ٿر دوست نيوزليٽر** (رسالو): ٿرپارڪر ۾ ڪم ڪندڙ سماجي تنظيم ٽي. آر. ڊي. پي طرفان 2002ع کان لاڳيتو شايع ٿيندڙ هن ٽماهي مئگزين جا هن وقت تائين 22 شمارا شايع ٿي چڪا آهن. هن مئگزين جو چيف ايڊيٽر ۽ سرپرست اعليٰ ٽي. آر. ڊي. پي جو ڊائريڪٽر مسٽر ڊومنڪ اسٽيفن آهي. هن مئگزين ۾ ٿرپارڪر جي لوڪ ادب، تاريخ، ٿرجي ماڻهن جي زندگيءَ جي حالتن تي مضمونن سان گڏ، ٽي. آر. ڊي. پي جي ڪم ڪار بابت ڄاڻ، مثالي ڪهاڻيون ۽ ٽماهي ڪارڪردگي رپورٽ شامل هوندي آهي. سنڌي ۽ انگريزيءَ ۾ ڇپجندڙ اهو رسالو خانگي تقسيم لاءِ مختلف سماجي تنظيمن، ڊونر ادارن توڙي سول سوسائٽيءَ سان لاڳاپيل شخصيتن ڏانهن موڪليو وڃي ٿو.




**ٿرديپ** (T.R.D.P): ٿرديپ هڪ غير سرڪاري سماجي تنظيم آهي، جنهن جو پورو نالو 'ٿرديپ رورل ڊيولپمينٽ پروگرام' آهي. هيءَ تنظيم 1987ع کان ٿر ۾ ٻهراڙي ترقيءَ لاءِ ڪم ڪري رهي آهي، شروع ۾ سيوَ دِي چلڊرين (SCF) پاران ڏنل هڪ پروجيڪٽ هيٺ آفيس کولي وئي ۽ بعد ۾ يونيسيف ۽ حڪومت جي گڏيل سهڪار سان ٿرپارڪر رورل ڊيولپمينٽ پروگرام نالي هڪ پروجيڪٽ شروع ڪيو ويو. جنهن بعد اڳتي هلي ساڳئي نالي 'ٿرديپ رورل ڊيولپمينٽ پروگرام' سان هڪ تنظيمي شڪل اختيار ڪئي. هيءَ تنظيم 13 جولاءِ 1998ع تي سنڌ سرڪار وٽ سوسائٽيز ايڪٽ



هيٺ رجسٽرڊ ٿي. هيءَ تنظيم هن وقت ٿرپارڪر، دادو، ميرپورخاص، عمرڪوٽ، خيرپور ۽ ڄامشوري ضلعن جي لڳ ڀڳ هڪ لک ميمبرن (Beneficiaries) سان گڏجي ڪم ڪري رهي آهي.

ٽرديپ، ننڍين قرضن (Micro Credit)، صحت، تعليم، عورتن ۽ ٻارن جي حقن ۽ ڏڪاري حالتن ۾ امداد مهيا ڪرڻ وارين سرگرمين ذريعي اثرائتو ڪم ڪري رهي آهي. هن تنظيم جي جوڙجڪ ۾ جنرل باڊي، بورڊ ۽ مئنيجمينٽ ڪاميٽي شامل آهن. هن اداري جا تقريباً 600 جي لڳ ڀڳ ڪارڪن آهن. هن تنظيم جو چيف ايگزيڪيوٽو آفيسر، ڊاڪٽر سونو کنگهارائي آهي، جڏهن ته چيف آپريٽنگ آفيسر ظفر جوڻيجو آهي. ٿرپارڪر جو نوجوان ليکڪ دليپ ڪوناري هن اداري ۾ پبليڪيشن آفيسر طور خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي. جيڪو ٽرديپ جي ڪمن ڪارن بابت مواد، جهڙوڪ: مئگزين، رپورٽون، سماجي ڀلائيءَ بابت ڪتابڙا، مينوئل وغيره تيار ڪري سول سوسائٽيءَ ۽ ٻين ادارن کي موڪليندو رهندو آهي.

ٽرديپ گذريل ڪافي سالن کان 'ٽرديپ سماچار' نالي ٽماهي رسالو ڪڍندي رهي ٿي، جنهن ۾ ٽرديپ جي مجموعي ڪارڪردگي ۽ ٿر ۽ ٿر جي سماجي ڪمن بابت مواد شامل هوندو آهي. هن رسالي جو ايڊيٽر دليپ ڪوناري آهي.

**ٽڙڙو** (Thrip): هڪ قسم جو جيت آهي، جيڪو فصل کي نقصان رسائي ٿو. ان جو اثر ننڍن ننڍن ٻوٽن تي تمام گهڻو ٿئي ٿو. ٻوڪيءَ کان وٺي چونڊيءَ تائين رهندو آهي. هيءَ اڪثر وونڻن جي فصل ۾ بيماريءَ جو سبب بڻجي ٿو. هيءَ پن جي هيٺينءَ سطح تي رهي، انهن کي ڪرڙي ٿو جنهنڪري پنن جي هيٺان اڇي قسم جو تهه جمي وڃي ٿو ۽ پيداوار گهٽجي وڃي ٿي. وونڻن جي فصل کي نقصان رسائيندڙ جيت ٻن قسمن جا هوندا آهن: (1) رس چوسيندڙ جيت ۽ (2) ڳوگڙن وارا نقصانڪار جيت.



ٽڙڙو وونڻن جي رس چوسيندڙ جيتن ۾ شامل ٿئي ٿو تمام ننڍو هوندو آهي. اِن جو مٿو ۽ مڇون وڏيون ٿين ٿيون. هن جا پر (ونگس) جهالر نموني ٿيندا آهن. هن جيت جا ٻه قسم هوندا آهن: (1) ڪارو ٽڙڙو ۽ (2) ڀورو ٽڙڙو.

**ٽڙڙو**[2] (Mango Thrips): هي نقصان پهچائيندڙ جيت جسماني لحاظ سان ٻنهه ننڍا ٿين ٿا. پن جي هيٺين سطح تي رهن ٿا. انب تي هن جيت جا ٻه قسم رائپوفيرو ٿرپس ڪريونٽيٽس (Rhipo Phero Thrips Cruentatus) ۽ ٿرپس ٽيبيڪاءِ (Thrips Tabaci) حملو ڪن ٿا. ٽڙڙو انب جي پنن، گلن ۽ ميوي (ننڍين وڏين انبڙين) جو مستقل مهمان بڻجي ويو آهي. ٿرپس يا ٽڙڙي جو پهريون قسم مارچ کان نومبر مهيني تائين پنهنجي سرگرمي جاري رکي ٿو، جڏهن ته ٽڙڙي جو ٻيو قسم (T. Tabaci) سڄو سال سرگرم رهي ٿو. بالغ ۽ ٻچا (Adults and Nymphs) ٻئي پنن جو رس چوسي نقصان پهچائين ٿا ۽ گلن (ٻور)



۽ ميوي کي به نقصان پهچائين ٿا. ميوي تي ٿرپس جي حملي ۽ ان مان رس چوسڻ جي ڪري پن يا ته ڪومائجي ڪري ويندا آهن يا زنگ آلود (Rusted) ڏسڻ ۾ اچن ٿا، جنهن جي ڪري ٻوٽن ۽ وڻن جي نشونما متاثر ٿئي ٿي.

**ٽڙڙي پليڏنو**: تعلقي جيڪب آباد ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: بشام جکراڻي، محبت خان جکراڻي، شيرعلي جکراڻي، ۽ حاجي ڪريم ڏنو آستون.

**ٽڙڙي جادو شهيد**: هي قديم ڳوٺ تعلقي خيرپور ناٿن شاهه، ضلعي دادوءَ ۾ آهي. هن ڳوٺ تائين ڪڪڙ کان پڪو رستو وڃي ٿو. جادو ڪلهوڙن جي دور ۾ بهادر شخص ٿي گذريو آهي، جيڪو ذات جو اوٺو يا قنبراڻي چون ٿا. هتي جادي جي رانڪ موجود آهي، جيڪا سادي ۽ دڙي تي، زميني سطح کان 8 فوٽ مٿي ناهي وئي آهي. اتر طرف رانڪ ۾ پهچڻ لاءِ ڏاڪڻيون ٺهيل آهن. عمارت چورس ٺهيل آهي. اندران ان کي جاري وانگر ڪند- جوڙون ڏئي، اٺڪندو کيو ويو آهي. اٺڪندي ڳچ تي گول گنبذ ٺهيل آهي. رانڪ کي لنگهه اوڀر پاسي ڏنل آهي. پٿن تي سينگار لاءِ ونگون ٺهيل آهن. اندران ماپ 360x370 س- ميٽر آهي. گنبذ جي پاڙ وٽان ڪانس نڪتل آهي. مقبرو پڪ سرو ۽ اڻ لتل آهي. جنهن جي مٿان روغن ٿيل آهي. پٿين جي ٿولهه 3-2 فوٽ ٿيندي. اندر ٻه قبرون آهن. الهندي واري قبر جادي شهيد جي آهي. پٿين جي ٽن پاسن کان ڪاٺ جون دريون ٺهيل آهن. گنبذ جي مٿان ڪلسو ٺهيل آهي.

**ٽڙڙي جادو شهيد**-2: جوهي تعلقي جي ديهه، جنهن ۾ ڳوٺ ٽڙڙي جادو شهيد، جتن جو ڳوٺ، ڪاش واهه، ميروال ۽ خان محمد شاهاڻي شامل آهن.

**ٽڙڙي جو دڙو**: ٽڙڙي جو دڙو انڊس هاءِ وي تي ڳڙهي ياسين ۽ ڊڪڻ جي وچ ۾ رستي سان لڳ اولهه طرف ابن اوڊي جي ڳوٺ وٽ آهي. هي دڙو تاريخ کان اڳ واري دور جو آهي. هن دڙي جي بيهڪ ۽ لڌل شين مان اهو به اندازو لڳي ٿو ته هي دڙو جهُڪر جي دڙن جو همعصر آهي. يعني موهن جي دڙي واري تهذيب جو پوين دور (1800-1500 ق. م). هي دڙو شڪارپور شهر کان 30-35 ڪلوميٽرن ۽ ڳڙهي ياسين کان اٽڪل ڏهن ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي آهي. دڙو اولهه کان اوڀر طرف ساڍا ست سؤ فوٽ ڊگهو ۽ اتر کان ڏکڻ طرف چار سؤ فوٽ ويڪرو آهي. آسپاس جي زميني سطح کان اٽڪل 30 فوٽ اوچو آهي. علائقي جي عام ماڻهن جي چوڻ مطابق هي دڙو ڊيگهه ۽ ويڪر ۾ اجا به وڌيڪ ڊگهو ۽ ويڪرو هو. پر برساتن ۽ ماڻهن جي هٿ چراند سبب ايترو وڃي بچيو آهي. مقامي روايتن مطابق هتي قبر جي کوٽائيءَ دوران کوهه جا نشان ظاهر ٿي پيا. پوءِ وري ان کي واپس لٽيو ويو. هن دڙي بابت ڪو خاص تاريخي حوالو نٿو ملي ته ڪنهن هي دڙو/شهر ٺهرايو يا ڪيئن تباهه ٿيو. البته کوٽائيءَ مان ٺڪر جون مٽيون، مٽيءَ جا ڪيڪ نما پڪل ٺڪرا، ٻاراٽين ڊگهي گاڏين جا ڦيٿا، ٺڪر جون چوڙيون ۽ انساني ٻتن ۾ هڪ مرد جي جسم جو مٽيون ڏڙ مليو آهي، جنهن جا وار سينگاريل، سهڻي نموني رکيل ۽ ڪيس ٽن گلن واري چاپ جي اجرڪ اوڍيل آهي. ٻيو هڪ پورهيت عورت جو بت مليو آهي، جنهن کي هڪ ٻانهن ۾ گول چوڙا ٺونٺ ۽ ڪرائيءَ وٽ پيل آهن ۽ ٻي ٻانهن ۾ ڪرائيءَ کان ڪلهي تائين چوڙيون پاتل آهن. ان ٻانهن واري هٿ ۾ هڪ ڪٽورو آهي. ڳچيءَ ۾ ڪيس هڪ هار ٽن پٽلن وارو پيل اٿس. قديم آثارن جي ماهرن جو خيال آهي ته اهو بت ناچڻي عورت سان

مشابهت رکي ٿو. پر ڪن جي راءِ آهي ته اها ديوداسي ۽ پروهت نينگري ٿي سگهي ٿي. هي دڙو سنڌ جي ثقافت جو اهم باب آهي.

**ٽرڙي حاجران**: قنبر – شهدادڪوٽ ضلعي، تعلقي وارهه جي ديهه "ٽرڙي حاجران" ۾ آباد ڳوٺ به ٽرڙي حاجران سڏجي ٿو.

**ٽرڙي ڏپ**: قنبر- شهدادڪوٽ ضلعي جي تعلقي ميرو خان ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هي پنج ڳوٺ شامل آهن: گبر ڪلهوڙو، عالم خان، امام بخش عمراڻي، مسڪين پور ۽ پرمي مٽيون.

**ٽرڙي سنجر پٽي**: هي دڙو ضلعي شهدادڪوٽ جي ڳوٺ سنجر پٽيءَ پرسان آهي. جنهن جو ذڪر شيخ جاويد علي "نئين زندگي" 2003ع ۾ ڪيو آهي. جنهن ۾ سنجر پٽيءَ جو ڳوٺ سنجر خان پٽيءَ بڻايو هو. سنڌ ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي عملدار رچرڊ ايف برٽن پنهنجي عملداري جي وقت (سن 1843ع کان 1850ع) ۾ هن ڳوٺ وٽان لنگهيو هو ان ڪري سنڌس تيار ڪيل نقشي ۾ هن جو ذڪر ڪيل آهي. هن ڳوٺ جي پرسان هڪ دڙو آهي. هتان جا مقامي ماڻهو ان کي "ٽرڙي" جي نالي سان ياد ڪن ٿا. سنجر پٽي ڳوٺ کان اوپر طرف دڙو ٽن ڪلوميٽرن جي پنڌ تي آهي. ان جي پرسان علي مراد پٽي ۽ غلام نبي پرڳڙيءَ جا ڳوٺ آهن. ٽرڙي سنجر دڙي جي اوچائي 7 ميٽر ٿيندي، جڏهن ته هي دڙو 100 کان 150 ميٽرن تائين پکڙيل آهي. هتان ٺڪر جا ٺڪر جا چاڙا، ڪوڏ، چوڙين جا ٽڪر، ڦڪي رنگ جا ٽانو، لوهه جا ذرا ۽ سڪا پڻ مليا آهن. ٺڪر سنڌو تهذيب واري ٺڪر سان پيٽڻ جهڙو آهي. ماڳ جي کوٽائي ٿيل ڪونه آهي.

**ٽرڙي ڪيٽي**: هي ماڳ جاتي شهر کان اٽڪل 24 ڪلوميٽر اولهه ڏکڻ تي آهي. مقامي طور قديم ماڳ کي ٽرڙي ڪيٽي يا ڪيٽيءَ جي ٽرڙي سڏين ٿا. انهيءَ هنڌ تي هڪ هنڌ 9 دڙا وڏي ايراضيءَ تي پکڙيل آهن. مسجد ۽ قبرستان جا آثار ملن ٿا. هن قبرستان ۾ انساني ڍانچا پکڙيل آهن. لڳي ٿو ته قديم قبرستان آهي. وٽن مان پکين سرن جي ديوارن جا نشان، پکين سرن جا ٽوٽا ۽ ٺڪرانو اسلامي اوائلي دور سان مشابهه ليپي ٿو دڙي جي کوٽائي ٿئي ته گهڻو ڪجهه لڀڻ جو امڪان آهي.

**ٽرڙي محبت**: هي تعلقي ميهڙ جو اهم شهر آهي، جيڪو ماضيءَ ۾ خود تعلقو رهيو آهي ۽ مرزا قليچ بيگ جي رووينيو ڪاتي ۾ مختيارڪار طور پهرين مقرري ٽرڙي محبت تعلقي ۾ ٿي هئي. هن شهر کي ٽائون ڪميٽيءَ جو درجو به حاصل هو پر پرويز مشرف جي دور ۾ متعارف ڪرايل نئين مڪاني حڪومت واري نظام کان پوءِ هن شهر کي يونين ڪائونسل ۾ تبديل ڪيو ويو. هتي بوائز ۽ گرلس هاءِ اسڪول، صحت مرڪز، پرائمري اسڪول آهن. هتي جي آدم شماري 50 هزار کان مٿي آهي.

**ٽرڙي محبت**[2]: ضلعي دادوءَ جي تعلقي ميهڙ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'مبارڪ ماڇي'، 'ڪنڊي ور'، 'شيرمحمد چانڊيو'، 'محمد جهتيال'، 'الهه بخش جهتيال'، 'مهرو جهتيال' ۽ 'رانجهو جهتيال'.

**ٽرڙي هاشم**: ضلعي قنبر- شهدادڪوٽ، تعلقي وارهه ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ 5 ڳوٺ آباد آهن. ٽرڙي هاشم نالي سان هن ديهه ۾ هڪ ڳوٺ به شامل آهي.

**ٽرڪي**: ٻاڪري مال جو هڪ نسل آهي. هيءُ ٻاڪرو نسل فقط ٿر ۾ ملي ٿو. انهيءَ ڪري نالو "ٽرڪي" پيو اٿس. هن نسل جو رنگ ڪارو آهي. پر ڳاڙها جانور به لڀن ٿا. قد بت وچولو، بدن تي وار جهجها، مٿو ۽ ڪن وچولا، اوهه پريل. سال ۾ ڏاس 300 گرام لاهي ٿي. پالڻ جو مقصد کير، گوشت ۽ ڏاس آهي. ٿرڪي ٻڪري ڇاپرو نسل سان ڏيک ۾ ملي ٿي، پر ٿرڪي قد ۾ وڏي آهي.

**ٽرماس**: اڄوڪي سائنسي دور ۾ روزمره جي زندگيءَ ۾ ڪيترين ايجادن مان ماڻهو فائدو وٺن ٿا. ٽرماس به انهن ايجادن منجهان هڪ آهي، جنهن کي اسان روزانو استعمال ڪندا آهيون. اونهاري ۾ برف کي ڳرڻ کان بچائڻ لاءِ، اها اٽڪل چوويهن ڪلاڪن تائين ٽرماس ۾ محفوظ رکي سگهجي ٿي، سياري ۾ وري چانهه يا ٻين گرم شين کي ٺرڻ کان بچائڻ لاءِ ٽرماس ڪم ايندو آهي.



ٽرماس جو اصول به اهوئي آهي ته نه ٻاهرين گرمي ٽرماس ۾ پيل شيءِ تائين پهچي ٿي سگهي ۽ نه وري اندرئين پيل شيءِ جي گرمي ٻاهر وڃي سگهي ٿي. ان کي مد نظر رکي سائنسدانن هڪ اهڙو طريقو اختيار ڪيو جو ٽرماس ۾ اندر رکيل شيءِ هوا کان محفوظ رهي سگهي. انهيءَ مقصد لاءِ ٽرماس جي ٻن ديوارن جي وچ ۾ هوا جو ذرو به نه ڇڏبو آهي.

ٽرماس جي بناوت آسان آهي، ٽرماس جو ٻاهريون حصو شيشي جو ٺهيل هوندو آهي ۽ اندرئين شيشي وارو حصو ٻٽي ديوار جو هوندو آهي ۽ منجهائنس هوا بلڪل نڪتل هوندي آهي. شيشي جي انهيءَ حصي کي پڃڻ ٽٽڻ کان محفوظ رکڻ لاءِ ان جو ٻاهريون حصو ڌاتوءَ جو ٺهيل هوندو آهي. ٽرماس جي منهن تي هڪ ٻوڄ هوندو آهي. اهڙيءَ طرح گرمي جي وهڪ جا سڀ رستا بند ٿي ويندا آهن. ٽرماس جي شيشي واري ديوار کي اندران چلڪيدار ۽ پالش ڪيو ويندو آهي. اهڙي طرح ٽرماس ۾ رکيل شيءِ جي گرمي، پسرڻ (Conduction)، وهڻ (Convention) ۽ پکڙجڻ (ريڊيئيشن Radiation)) کان محفوظ رهي ٿي. گرميءَ جي پسرجڻ کي خال (Vaccum) ذريعي پکڙجڻ کان شيشي جي چلڪيدار هئڻ جي ڪري محفوظ رکبو آهي. ٽرماس ۾ رکيل ٿڌين توڙي گرم شين جي گرميءَ جو درجو ساڳيو رهڻ ڪري اسان کي ڪيتري وقت لاءِ شيون ساڳي حالت ۾ ملي سگهن ٿيون.

**ٽرماميٽر**: گرميءَ جي درجي ماپڻ جو اوزار. اهو اوزار، جيڪو ڪنهن به جسم جي گرمي پد کي ماپڻ لاءِ ڪم اچي. ٽرماميٽر هڪ بند ٿيل شيشي جو ٽيوب هوندو آهي. ان جي ڇيڙي تي بلب لڳل هوندو آهي. ٽرماميٽر ۾

مرڪيوري (پارو) يا الڪوهل پيل هوندو آهي. گرميءَ جو درجو ٿرماميٽر تي ٺيل نشان سان ماپيو ويندو آهي. پارو جنهن نشان تائين پهچندو، اهو اصل ۾ ان جسم جو گرميءَ جو درجو هوندو. گرميءَ جو درجو وڌندو ته پارو پنهنجي سطح وڌائيندو.

عام طرح گرميءَ جي درجي جا ٻه اسڪيل هوندا آهن: هڪ سينٽي گريڊ اسڪيل ۽ ٻيو فارنهائيٽ اسڪيل. سينٽي گريڊ اسڪيل ۾ برف رجڻ جو درجو 0.c ۽ پاڻيءَ جي ٽهڪڻ جو درجو 100.c هوندو آهي. انهن ٻنهي نشانن جي وچ ۾ پورا 100 (هڪ سؤ) حصا ٺيل هوندا آهن، جن کي "ڊگريون" يا درجا چئجي ٿو. فارنهائيٽ ٿرماميٽر ۾ برف جي رجڻ جو درجو 32.F آهي ۽ پاڻي ٽهڪڻ جو درجو 212.F آهي. ڊاڪٽر جسم جي گرمي معلوم ڪرڻ لاءِ، جنهن اوزار سان ڏسندا آهن، ان کي "ڊاڪٽري ٿرماميٽر" چئجي ٿو. هڪ صحتمند انسان جي جسم جو گرمي پد سراسري 98.4F آهي، جيڪو اٽڪل 36.9c جي برابر آهي. ڊاڪٽر ٿرماميٽر جي بلب کي، مريض جي وات يا بغل ۾ رکي هڪ منٽ ڇڏي ڏيندا آهن. گرمي پد ڏسڻ لاءِ ڊاڪٽر ٿرماميٽر کي پاسيرو جهليندا آهن ته جيئن پارو ٽيوب ۾ چڱي طرح ڏسجڻ ۾ اچي. بخار ڏسڻ لاءِ ٿرماميٽر انسانن توڙي جانورن تي به ڪم آڻي سگهبو آهي.

**ٿرمل پاور اسٽيشن**: (ڏسو: بجلي، جلد: ٻهريون).

**ٿرمو اسٽيٽ**: ٿرمواسٽيٽ هڪ اوزار آهي، جيڪو ڪنهن خاص علائقي ۾ گرمي ۽ ٿڌ پيدا ڪرڻ واري نظام تي ڪنٽرول جي ذريعي گرمي پد کي گهربل حد ۾ رکندو آهي. گرمي پد کي پهرين کان مقرر ڪيل حد تي برقرار رکڻ لاءِ هي اوزار گرمي ۽ ٿڌ پيدا ڪرڻ واري نظام کي چالو يا بند ڪري سگهي ٿو.



ٿرمواسٽيٽ جي ڪم جو اصول هي آهي ته هن جي جزن مان ڪو هڪ گرمي پد جي بدلجڻ سان سسندو يا پکڙبو آهي. ان پکڙجڻ ۽ گهٽجڻ جي نتيجي ۾ گرم ۽ ٿڌي ڪرڻ جي نظام جي رفتار تي اثر ٿيندو آهي. گرم ڪرڻ سان هي پکڙبو ۽ شيشي جي هڪ ٽيوب ۾ مٿي چڙهندو آهي. مٿي چڙهي پهرين کان مقرر ڪيل نقطي کي ڇهڻ لڳندو آهي، سرڪٽ مڪمل ٿي گرمي پد کي گهٽ ڪرڻ شروع ڪري ٿو اهڙيءَ طرح گرمي پد گهٽ ٿي ويندو آهي. ان ٿرمواسٽيٽ ۾ ٻه ڌاتي پٽيون استعمال ٿينديون آهن. مختلف ڌاتن جي ٻن پٽين کي هڪ ٻئي سان جوڙبو آهي. گرمي پکيڙ ڌار ڌار ٿيڻ سبب جڏهن ڌاتي پٽي کي گرم ڪيو ويندو آهي، تڏهن هي ڌار ڌار پکيڙ جي هڪ عمل مان گذرنديون آهن. ان جي نتيجي ۾ ٻه ڌاتي پٽي هڪ طرف مڙي ويندي آهي. اهڙيءَ طرح جي مڙڻ سان سرڪٽ کي ٽوڙي ڇڏي ٿو ۽ ان سان لاڳاپيل برقي عمل بيهجي ويندو آهي. گرمي پد گهٽ ٿيڻ سان گڏوگڏ هي پٽيون پنهنجي جاءِ تي واپس اينديون آهن. برقي سرڪٽ مڪمل ٿيندو آهي ۽ لاڳاپيل عمل وري شروع ٿي ويندو آهي.

**ٿر ۾ ڳائجندڙ سنڌي داستان** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ليکڪا، ڪشني ڦلواڙي ڪيماڻيءَ جي پي. ايڇ. ڊيءَ جي ٿيسز جو سنڌي ترجمو آهي، جيڪو ٿر جي نوجوان اديب نور احمد جنجهيءَ پنهنجي والد جي تحريڪ ۽ رهنمائيءَ سان ڪيو آهي.




ڪشني ڦلواڙيءَ جوڌپور يونيورسٽيءَ مان ان تحقيقي موضوع لاءِ منظوري ورتي، جنهن ۾ راجستاني سنڌيءَ کي به شامل ڪيو ويو. ڪتابي صورت ۾ ڇپيل ان ٿيسز ۾ ڏهه باب شامل آهن، جن ۾ راجستان ۾ داستانن ڳائڻ جي ورثي کان وٺي سنڌ جي ٿرپارڪر واري ثقافتي ورثي جو پڻ ذڪر ڪيو ويو آهي. انهن داستانن ۾ شاهه جي سورمين ۽ انهن سان لاڳاپيل ڪهاڻين کي به بيان ڪيو ويو آهي، ان سان گڏوگڏ انهن داستانن جي سماجي لاڳاپي ۽ انهن کي ڳائيندڙ لوڪ فنڪارن کان سواءِ ٿر جي فنڪاراڻي ڏات جي حال ۽ مستقبل تي روشني وڌل آهي. 191 صفحن تي مشتمل هيءُ ڪتاب 'ٿرديپ ڳوٺاڻي ترقياتي پروگرام' مٺيءَ جي تعاون سان 2007ع ۾ ڇپايو ويو آهي. هن ڪتاب جو مهورت "سنڌي اڪيڊمي دهليءَ" ڪرايو هو، جنهن ۾ سنڌ مان ڊاڪٽر سليمان شيخ ۽ مترجم نور احمد جنجهيءَ به شرڪت ڪئي هئي.

**ٿرواهه**: هي واهه 1867ع ۾ مڪمل ٿيو، جيڪو 216 ميل ۾ هانڌ يا ڇاڇ کان بلڪل هيٺ نارا کان نڪري ٿو ۽ ائين دائمي پاڻيءَ جو وهڪرو ڪٽندو رهي ٿو پر ان کي ساليانو طور پهرين ڊسمبر تي پاڻيءَ سمڻ کان بچڻ لاءِ بند ڪيو وڃي ٿو. هن واهه جي منهن وٽ پيٽ جي ويڪر 34 فوٽ آهي ۽ 1904ع ۾ خريف مند دوران پاڻيءَ جو نيڪال هڪ هزار 175 ڪيوبڪ فوٽ في سيڪنڊ هو. تنهنڪري آبپانو پنجاهه ايڪڙ في فوٽ جو مقدار بيهي ٿو. امر ڪوٽ تعلقي ۾ زمين سيراب ڪندڙ واهه جي ڊيگهه چوويهه ميل آهي ۽ سندس پنج شاخون آهن. جن تي لوهي ڇاپون لڳل آهن. ۽ سندن ڪل ڊيگهه ايٽاليهه ميلَ آهي. انهن ۾ ٻه ميل تي ساجي شاخ، ٽي ميل تي چور واهه، ست ميل تي امر ڪوٽ شاخ، تيرهين ميل تي ڪيجراڙي شاخ ۽ ڪيجراڙي شاخ جي ڇهين ميل تي نور واهه شامل آهن. پوکجندڙ سراسري ايراضي ڇاونجاهه هزار 532 ايڪڙ آهي، جنهن ۾ خريف ۾ چرخيءَ تي پوکجندڙ پنج هزار ايڪيتاليهه ايڪڙ، خريف ۾ موڪيءَ تي ٽيتاليهه هزار ستونجاهه ايڪڙ، ربيع چرخيءَ تي پوکجندڙ ڇاهٺ هزار ۽ ربيع وهڪري تي پوکجندڙ ست هزار 468 ايڪڙ آهن. 05-1904ع ۾ مرمت تي سرڪاري آيل خرچ ست لک ڇاهٺ هزار پندرهن رپيا هو. منجهانئس ملندڙ سراسري ڍل هڪ لک ستاويهه هزار 729 رپيا ۽ ڪاٽيءَ تي ايندڙ لاڳت اٺ هزار 792 رپيا هئي.

**ٽرون ٽڪري**: تعلقي ميرپورساڪري ۾، ڳجي شهر جي ڏکڻ اولهه طرف هڪ ماڳ، جنهن کي مقامي ماڻهو "ٽرڙو" به چوندا آهن. هيءَ ٽڪري لڳ ڀڳ ٻه هزار فوٽ ڊيگهه ۽ هڪ هزار فوٽ ويڪر ۾ ٿيندي. هن ٽڪريءَ جي

اولهه طرف معروف درويش 'شيخ تراب' جو مقبرو آهي، جنهن جي گنبذ تي تعمير جي تاريخ 171ھ/ 787ع لکيل آهي. هن ٽڪريءَ تي آمري دور جو ٺڪرائو پکڙيل آهي. ٺڪرين کانسواءِ پٿر جي قلعي جون ٻه اڌ گول ديوارون، ڪمرن جا بنياد، سِپُن ۽ ڪوڏن جي صنعت، پٿر جا بليڊ ۽ ٻيون اهڙيون شيون موجود آهن، جن کي قديم سنڌو تهذيب جا آثار چوڻ مناسب ٿيندو. ساڪري ۾ ٽرڙيءَ جي مضبوط قلعي کان سواءِ ٻڪار جو شهر ۽ الهندي سنڌ جون ڪي ٻيون وستيون به آهن.

**ٽرهاندو/ٽرانڊو/ تورانڊو** / Common Pochard/ *Aythya ferina, Nyroca feina*: 44 سينٽي ميٽر جسامت واري هن پکيءَ جي نر مادي جي رنگن ۾ وڏو فرق ٿئي ٿو. نَر جي سِسي اخروٽي، پُٺي ۽ پاسا هلڪا سرمائي ۽ ڇاتي ڪاري ٿئي ٿي. ماديءَ جو رنگ ڪجهه جهڪو ٿئي ٿو ڇهنب جي اڳيان نيرو پٽو ۽ ڇهنب جي پاڙ وٽ ۽ اکين جي چوڌاري هلڪو هيڊڙو ٿئي ٿو. پاڻيءَ ۾ هر هر ٽٻي هڻندو آهي، سياري ۾ عام جام ٿئي ٿو. هن پکيءَ جا پير بدڪ جهڙا ٿيندا آهن ۽ ان جو گوشت کائڻ ۾ سوادي هوندو آهي.



ٽرهاندو

**ٽر هڏي**: ضلعي سانگهڙ جي تعلقي کپري ۾ هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'دودو جوکيو'، 'نورمحمد مري'، 'شيرمحمد مهر'، 'عمرمهر'، 'محمد مگريو' ۽ 'حاجي محمد قاسم مري'.

**ٿر ـ هڪ تشريحي ببليوگرافي** (ڪتاب): هي ڪتاب ناميارِي ليکڪ اشرف علي سمي جو لکيل آهي جنهن گهڻي محنت ۽ جفاڪشيءَ سان ٿر بابت ڇپيل ۽ قلمي مواد جي ببليوگرافي ترتيب ڏني آهي. هي ڪتاب ٿر بابت تمام گهڻي اهميت رکي ٿو ڇو ته هن ڪتاب ۾ انهن سيني ڪتابن جو احوال ملي ٿو جيڪي نه صرف ٿر پر سنڌ جي تاريخ جا به ناياب ڪتاب آهن. هن ببليوگرافيءَ ۾ ليکڪ ڪتابن جو تعارف به ڏنو آهي. ليکڪ هن ڪتاب کي ڇهن بابن ۾ ورهايو آهي. پهريون باب ٿر بابت بنيادي ۽ تاريخي ماخذن تي مشتمل آهي. باب ٻئين ۽ ٽئين ۾ ٻين مختلف ڪتابن جو وچور آهي ۽ باب چوٿين ۾ ٿر بابت رسالن ۾ ڇپيل مواد جو وچور ڏنو ويو آهي. هن ڪتاب جو تعارف ناميارِي عالم ايم. ايڇ. پنهور لکيو آهي، جڏهن ته ڊاڪٽر غلام محمد لاکي تفصيلي مقدمو لکيو آهي. ڊيمي سائيز ۾ پڪي جلد وارو هي ڪتاب، مخدوم بلاول پبليڪيشن، اسلام ڪوٽ پاران 2004ع ۾ شايع ڪيو ويو. هن ڪتاب ۾ 128 صفحا آهن ۽ قيمت 100 رپيا لکيل آهي.




**ٿر ۽ پارڪر جو احوال** (ڪتاب): هي ڪئپٽن ايس. اين. ريڪس جي انگريزيءَ ۾ لکيل ڪتاب Memoir on Thur and Parkar جو سنڌي ترجمو آهي. هن ڪتاب جو ترجمو سنڌ جي ناميارِي عالم ۽ اديب ڊاڪٽر نواز علي شوق ڪيو آهي. ڪئپٽن ايس. اين. ريڪس انگريز عملدار هو جيڪو 1847ع کان لاڳيتو ٿر ۽ پارڪر تي مقرر ڪيل هو هن ان عرصي دوران ٿر کي گهمي ڏٺو مختلف سرڪاري ۽ غير سرڪاري رڪارڊ هٿ ڪري ۽ مختلف ماڻهن سان ڪچهريون ڪري هي ڪتاب لکيائين، جنهن ۾ ٿر ۽ پارڪر جي مختصر احوال سان گڏ اتي جي ذاتين، قبيلن، پراڻن مندرن ۽ جڳهين، آدمشماري، پيداوار ۽ واپار، جانورن ۽ انتظامي جوڙجڪ بابت به مواد شامل آهي. هي ڪتاب انگريزيءَ ۾ 1856ع ۾ ڇپيو. سنڌيءَ ۾ هي ڪتاب ٿر سيمينار ڪميٽي مٺيءَ 1992ع ۾ شايع ڪرايو. ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ 138 صفحا آهن ۽ ان جي قيمت 25 رپيا آهي. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شوري پاران جون 2005ع ۾ ڇپيو آهي، ڊيمي سائيز جي 126 صفحن جي هن ڪتاب جي قيمت 80 روپيا آهي.




**ٽري**: تعلقي ٽنڊي محمد خان ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: خميسو خان لغاري، رئيس لقمان لغاري، حاجي فيضو هاليپوٽو ۽ پير ڏنو ماڇي. هن نالي سان تعلقي بدين ۾، سيراڻي شهر کان ڏکڻ طرف، ڇهن ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي پراڻا ٻڊ ۽ آثار پڻ آهن، جن جا نشان زمين کان 30/ 35 فوٽ اوچا آهن.

**ٽري**: هي ماڳ بدين کان 17 ميل ڏکڻ ۾ روپا ماڙيءَ کان 5 ميل اتر طرف، ريڻ درياهه جي قديم وهڪري جي ساڄي ڪناري، محبت ديري کان 6 ميل ڏکڻ اوڀر ۾ آهي. سومرن سنڌ ۾ محمود غزنويءَ جي دور ۾ زور ورتو ۽ "ابن سومار" جي قيادت ۾ ٽريءَ کي پنهنجو تخت گاهه بنايو هو. هي اصل ۾ ملاحن جي مياڻ هئي، جنهن آهستي آهستي شهر جو روپ اختيار ڪيو. 700ھ (1300ع) ۾ جڏهن علاؤالدين، دودي سومري تي حملو ڪيو ته ٽري لٽجي وئي. ٽريءَ جا آثار اتر کان ڏکڻ اڌ ميل ۾ ڦهليل آهن. هتان مليل وٿن ۾ پراڻا سڪا، ٺڪرائو ۽ چِٽساليءَ واريون سرون شامل آهن. ان کان سواءِ ٺڪر تي سومرن جي دور جي آئيوبنا "ناماڻي" خط جا نمونا به مليا آهن. هي تحقيق طلب ماڳ آهي.

بدين ضلعي جي ماتلي ٽنڊي غلام علي روڊ جي 14 ڪلوميٽر واري پٿر وٽ هن ماڳ جو گهڻو حصو پوکيءَ راهيءَ هيٺ اچي ويو آهي. هي 99 ايڪڙن ۾ پکڙيل ماڳ آهي، باقي سموري زمين قبرستان ۾ تبديل ٿي چڪي آهي. روايت آهي ته هتي مير باگي جي محبوبا سنڌ راڻيءَ جي به قبر آهي، ان کان سواءِ شاهه ديواني جو مقبرو به آهي. جنهن بابت چون ٿا ته 13 هين صدي عيسويءَ ۾ هتي آيو هو. سندس وفات جي تاريخ تي هتي ميلو لڳندو آهي. هن ماڳ تي ڪيترو ئي ٺڪرائو ۽ سرن جا ٽڙيل پکڙيل ٽڪرا موجود آهن.

**ٿريلي ٻولي**: سنڌ جي اڀرندي طرف وارو ضلعو ٿرپارڪر ٻن علائقن تي مشتمل آهي. هڪ "پٽ" يا اڀرندي ناري وارو ميدان ۽ ٻيو ٿر يا ريگستان. ٿر جي ڏکڻ اوڀر ۾ پارڪر جو علائقو آهي. جيڪو ٿر کان ائين مختلف آهي. جوان ۾ واريءَ جي پٽن بدران پٿر جون ٽڪريون آهن. پارڪر جي ٻنهه ڏکڻ اوڀر پاسي گجراتي ٻولي هلندي آهي. پر سموري ٿر ۾ اهو سنڌيءَ جو "ٿريلي" يا "ٿريچي" لهجو ڳالهايو ويجي ٿو. جنهن جي هڪ محاوري کي راجپوتانا پاسي وري " ڍاٽڪي " چوندا آهن. راجپوتانا ۾ لفظ "ڍاٽ" جي معنيٰ آهي ريگستان ۽ اهو خاص طور ٿر ۽ ان سان دنگئي راجپوتانا جي رياست جيسلمير واري ريگستاني خطي لاءِ ڪم اچي ٿو.

جيسلمير ۽ سمڪيا پرڳڻي ۾ به هن خطي جي ٻولي، سنڌي ۽ جيسلمير ۾ ڳالهائي ويندڙ مارواڙيءَ جو ميلاپ آهي. جيسلمير واري راجپوتانا رياست جي ڏکڻ ۾ ٿر ۽ پارڪر جي اوڀر ۾، راجپوتانا اندر مارواڙ رياست جو "ملني خطو" اچي ٿو ملنيءَ جي مکيه ٻولي مارواڙي آهي، پران جي ۽ ٿر ۽ پارڪر جي وچ واري سرحد سان لاڳو هڪ سوڙهو پٽو اهڙو آهي، جتي جي ٻوليءَ کي مارواڙي ماڻهو سنڌي چوندا آهن. اهو سنڌي ۽ مارواڙيءَ جو ڳاڏڙ لهجو آهي. جيڪو سموريءَ سرحد سان لاڳو علائقي کان ويندي جيسلمير واري ڍاٽ تائين ڳالهائجي ٿو ان پٽي ۽ ڍاٽ جي اوڀر ۾ اهو ريگستان يڪو هلندو وڃي راجپوتانا جي وچ ۾ پوي ٿو جتي پهرين ٻولي جيڪا ٻڌڻ ۾ اچي ٿي، سا آهي راجستانيءَ جي مارواڙي لهجي جي هڪ صورت "ٿلي". مجموعي طرح ٿر، پارڪر ۽ جيسلمير جي ڍاٽ ۾ ڳالهائڻ جا مختلف محاورا ملن ٿا، جيڪي سمورا سنڌي ۽ مارواڙيءَ جي ملاوت جو نتيجو آهن. جن کي سنڌيءَ يا مارواڙي جا لهجا چئي سگهجي ٿو. کي ماڻهو انهن کي ڌار ٻوليون به قرار ڏين ٿا، پر اهڙي دعويٰ بنا تحقيق جي قابل قبول نٿي ٿي سگهي.

**ٿري ويندو**: هي زيور آهي، هي ويندو خاص ڪري ٿر ۾ ڪم ايندو آهي. ٿر جو ويندو ٿوري ڦيرگهير سان سنڌي ويندي جهڙو ئي آهي، پر هي ٿري ڳهاڙيتو آهي ۽ ٿرجي سونارن جو فن ۽ هنر ظاهر ڪري ٿو.

**ٿُڙ** (ڪتاب): هي ڪتاب هند ۾ رهندڙ سنڌي ٻوليءَ جي نامور ليکڪا اندرا واسواڻيءَ جي ڪهاڻين جو مجموعو آهي، جيڪو ڪونج پبليڪيشن بمبئي پاران جنوري 2002ع ۾ ڇپيل آهي. هن ڊيمي سائيز جي 104 صفحن تي مشتمل ڪتاب جي قيمت 30 روپيا آهي. هن مجموعي ۾ 13 ڪهاڻيون آهن، جن ۾ وڏو گهر، تاڻ ڪير پوريون، ساروڻي، ڪنجون، من ڇيد، واپس، منجهندڙ ڇهرا، وڌڙيل وجود، ٿڙ، بنا روح، ڇٽندڙ روشني ۽ زلزلو شامل آهن. هن جون ڪهاڻيون وچولي طبقي جي روزمره جي زندگي جي عڪاسي ڪن ٿيون.



اِندرا واسواڻي، مشهور شاعر ۽ نقاد هريش واسواڻيءَ جي گهر واري آهي. ان کان سواءِ سندس والد خود هڪ نالي وارو صحافي ۽ گهڻ پڙهيو شخص هو. جنهن وٽ گهر ۾ هڪ سٺي لائبرري هئي. ان ڪري اندرا واسواڻيءَ کي مائٽاڻي گهر سان گڏوگڏ ساهراڻي گهر ۾ علمي ادبي ماحول مليو هو تعليم دان به آهي، ان حوالي سان هن کي لکڻ پڙهڻ جو ماحول مليو ۽ هن وقت سنڌي ٻوليءَ جي بهترين ڪهاڻيڪاره آهي.

**ٿُڙ ٻند**: تعلقي "ڪونڊيءَ" ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ 'ٻند ويراهه'. 'لعل بخش کوسو'. 'محراب ملو' ۽ 'حاجي ڪلوئي' ڳوٺ شامل آهن.

**ٿڙو/ ٿڙهو**: گهوڙي جو هڪ سنج، هني جي هيٺان رکڻ لاءِ نهور مان ٺهيل گاديلو هي لفظ گهڻو ڪري جمع ۾ ٿڙا ڪم ايندو آهي. عام ڳالهه ٻولهه ۾ ڪنهن کي لڏائبو يا محفل مان اٿاربو آهي ته "ٿڙا مٿي تي ڏيڻ" اصطلاح ڪم آڻبو آهي.

**ٽڪار**: هڪ قسم جو ووڻ، جيڪو سنڌ ۾ نه ٿيندو آهي. هيءَ ساوِن پنن ۽ سفيد گلن سان "هندي" وڻ آهي. جنهن جي پيدائش گهڻو ڪري بنگال ۾ ٿئي ٿي.

**ٽڪل جذبن جو موت** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب مشتاق احمد شوري جي ڪهاڻين تي مشتمل آهي، جيڪو جنوري 1987ع ۾ ڇپيو. هن ڪتاب ۾ ليکڪ جون 11 ڪهاڻيون (1) ٽڪل جذبن جو موت، (2) من جي مونجهه ۽ ٻوسات، (3) ويچار ۽ ويچارن جي وچ ۾ لٽڪيل آءٌ، (4) هڪ ٻور ڏينهن، (5) ميرا ڳل، ڳاڙها لڙڪ، (6) جيون جا روئندڙ ٽهڪ، (7) اونده جي وهڪ، (8) ڪجهه گهڙين جو ابنارمل، (9) ٽٽل جيون، ٽٽل آس، پيڙا، (10) جيون، ڪوڪلو سچ ۽ (11) مئل ماڻهن جي يومي شامل آهن. ڪتاب جو مهاڳ خود ليکڪ لکيو آهي، جڏهن ته بيڪ ٽائيٽل تي ناامياري ليکڪ مدد علي سنڌيءَ جا تاثر ڇپيل آهن. ڪرائون سائيز ۾ ڇپيل هن ڪتاب جي قيمت 6 روپيا آهي، جنهن جو ٽائيٽل چار رنگو آهي ۽ اهو ڪتاب سهڻي ڌرتي پبلشنگ هائوس، حيدرآباد طرفان شايع ڪيو ويو آهي.




**ٽڳڙي**: پراڻي اڳڙي، ڪپڙي جو پراڻو ٽڪر. ڪپڙي مان ڪنهن ڊزائين سان ٽڪريون ڪاٽي، انهن مان ٺهيل پوش يا لباس پاتل ماڻهو کي "ٽڳڙي پوش" چوندا آهن. اها درويشي ۽ دنيا کان بي نيازيءَ جي رِوش آهي. اهو لفظ اڳڙي لفظ سان گڏي ۾ به استعمال ٿيندو آهي، جيئن اڳڙي ٽڳڙي.

**ٽل**: لاڙڪاڻي ۽ ٽنڊي الهيار ضلعن ۾ جدا جدا ديهن جا نالا. لاڙڪاڻي ضلعي جي تعلقي ميري خان واري ديهه ۾ 'شهاب الدين شيخ'، 'سهراب خان بروهي' ۽ 'محمد عثمان بروهي' ڳوٺ شامل آهن.

تعلقي ٽنڊي الهيار ديهه ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: سعيد خان لغاري، صاحب خان لغاري، جان محمد لغاري، غلام حسين لنڊ، ناصر خان، حاجي ٻچل لنڊ، نظام الدين رانگڙ ۽ متارو ماڇي.

**ٽل**$^2$: پنجاب صوبي جي چولستان واري علائقي کي به "ٽل" چوندا آهن. صوفي شاعر خواجه غلام فريد جي سٽ آهي ته :

"ٽل مارو دا پيندا، ٿيسم هڪ ہلانگهه"

**ٽلُ/ ٽلهُ**: ڪافيءَ جو شروع وارو شعر يا بند، جيڪو ڳائڻ ۾ بار بار ورجائبو آهي، اهو 'ٽلهه' سڏبو آهي. جڏهن ته عروضي شاعريءَ ۾ ان کي 'مطلع' چوندا آهن.

**ٽل ٻني مسجد**: هي مسجد جوهي تعلقي جي ڳوٺ شاهه حسن کان 5 ميل ٻري منچر ڪنڌيءَ تي "09 '34 °67 اوڀر ويڪرائي ڦاڪ، "49 '24 °26 اتر ڊگهائي ڦاڪ تي، سيوهڻ کان 30 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي ديهه ٻني ٽل ۾ موجود آهي. هي 19 هين صدي عيسويءَ جي شروعاتي ڏهاڪي جي ٺهيل

نظر اچي ٿي. مسجد ۾ لنگهه جو دروازو اوڀر طرف ڏنل آهي. نماز وارو ڪمرو 10x10.5 ميٽر ماپ جو، رٽ ۾ مستطيل آهي. ڇيڙ ڇني تي هر ڪنڊ تي هڪ هڪ بُرجي. ڪل چار برجيون ڏنل آهن. لنگهه واري دروازي تي به ڪنڊن وٽ بُرجيون ٺهيل آهن. مهاڙي ياپنيلن تي ۽ چٽيل آهي. لنگهه توڙي نمازي



ٺل ڇني مسجد

ڪمري وارا لنگهه ونگاوان آهن. اولهه طرف محراب ٺهيل آهي. اندران اولهه طرف به هوائوٽا (Ventilator) به ٺهيل آهن. ڇت سڌي نموني جي آهي. مسجد اندران ٻاهران چٽيل آهي. اڱڻ ۾ به قبرون ٺهيل آهن، جن مان هڪ مسجد جي ٺاهيندڙ رازي جي چئي وڃي ٿي. اندر گل ٻوٽا سادن سهڻن رنگن ۾ ٺهيل آهن. هي مسجد 19-18 صدي عيسويءَ جي چئي وڃي ٿي.

**ٺلهه ٻٺلهي**: هڪ ٻاراڻي راند جيڪا گهڻو ڪري ڇوڪريون يا ڪڏهن ڇوڪرا ڇوڪريون گڏجي به ڪن. ان ۾ ٻار گهٽيءَ ۾ مختلف گهرن جي ٺلهن/ٺلهين تي ويهندا آهن ۽ هڪڙو ٻار آگ ڏيندو ۽ چوندو "ٺلهه ٻٺلهي" ته ٻيا ٻار پڇندا "ڪهڙي ٺلهي" پوءِ هو ڪنهن هڪ گهر جو نالو وٺندو "چاچي فلاڻي" يا "ماسي فلاڻيءَ" واري ٺلهي ۽ ٻار اوڏانهن ڀڄندا ۽ جيڪو ان ٺلهيءَ کي ويجهو ٿيندو، ان کي وري آگ ڏيندڙ هٿ لائڻ جي ڪوشش ڪري ڪاپائڻ جي ڪندو جي اهو ڪاپي ويو ته آگ ڏيندو.... اها راند گهڻو ڪري رات جي وقت پنهنجي پاڙي ۾ کيڏي ويندي آهي.

**ٺلهه لائبريري سکر**: سکر جي هن لائبريءَ کي سينٽرل لائبريري به چوندا آهن.هيءَ لائبريري 1921ع ۾ "سندر سيوڪ سڀا سکر" طرفان قائم ٿي هئي. سندر سيوڪ سڀا جو قيام 1916ع ۾ عمل ۾ آيو هو. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ هن لائبريءَ کي مسلم ليگ پنهنجي قبضي ۾ آندو ۽ هن لائبريءَ جو نالو مٽائي "خادم مسلم ليگ لائبريري" رکيو ويو. ڪجهه سالن اندر بند ٿي وئي. هن لائبريءَ ۾ تمام سٺا ڇاپا ۽ قلمي ڪتاب موجود هئا.

**ٺلهو**: ويهڻ لاءِ مٽيءَ جو مٿانهون سَندريل ٺهه/ ٺلهو گهر ۾ يا گهر کان ٻاهر مٽيءَ جو ڊِڳ ڪري، سَندري، چوڪور يا مستطيل ٺلهو ٺاهيندا آهن، جنهن تي ويهڪ به ٿيندي، ڪچهري به ٿيندي ته اسٽيج جو ڪم به ٿي سگهندو.

**ٺلهو[2]**: ضلعي جيڪب آباد جي تعلقي ڪشمور ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'جلو چاچڙ'، 'حاجي عطر خان چاچڙ'، 'ماڇي'، 'ڀنڪوار'، 'سيفل چاچڙ'، 'نبي بخش ڀنڪوار'، بجار ڀنڪوار' ۽ 'چنل خان ڊومڪي'.

تعلقي خيرپورناٿن شاهه ۽ تعلقي ڪشمور ۾ ڪن ديهن جو نالو.

ضلعي دادوءَ جي تعلقي خيرپورناٿن شاهه ۾ هڪ ديهه جو نالو، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'ٺلهو'، 'نباهيو سوڍر'، 'سائينداد لاڪير'، 'جهان خان سوڍر'، گاهي خان لاڪير'، 'مِن ماڇي'، 'علي محمد لاشاري' ۽ 'جمعو لاڪير'.

**ٺلهو[3]**: سنڌ ۾ هڪ ذات جو نالو جنهن مان مشهور اديب منصور ٺلهو به آهي، جنهن سنڌي ناول تي تحقيق ڪئي آهي.

**ٺلهو ڏانداڙ**: هي ٻيڙيءَ جي اوزارن مان آهي. ڏانداڙ جا ڪيترائي قسم آهن، جيڪي اوزارن ۾ ڪم اچن ٿا. هي اصل ۾ رسا هوندا آهن جيڪي ڪپيءَ کي هيٺ مٿي ڪرڻ لاءِ هٿيا آهن. هي ڏانداڙ اوزار جي هيٺين پاسي يعني منڍ ۾ ٻڌبو آهي. ڪپيءَ ۾ ڪم آڻڻ واري ٺلهي رسي کي "ٺلهو ڏانداڙ" چئبو آهي. هن جو ڪم اوزار کي جهلڻ آهي. اوزار کي ڦيرائڻ وقت ڏانداڙ کي هيڏانهن هوڏانهن ڦيرائبو آهي. اهڙيءَ طرح سنهو ڏانداڙ به ٿيندو آهي.

**ٺلي ٻولي**: پاڪستان جو اهو حصو، جيڪو اولهه ۾ سنڌوندي، جهلم ندي (چناب سان گڏجڻ کان پوءِ) ۽ اوڀر ۾ جهلم چناب جي وچ تي آهي، ان کي "سنڌو ساگر دو آبو" چوندا آهن. انهيءَ دوآبي جو ڏاکڻو پاڱو ضلعي مظفر ڳڙهه وارو آهي. دو آبي کان مٿي اڌ پنڌ تي شاهپور ضلعي ۽ جهلم جي وچ ۾ سالٽ رينج (جابلو/ ڪلراٺو سلسلو) هڪ قسم جي اهم جاگرافيائي ۽ نسلي رڪاوٽ ناهي ٿو. سالٽ رينج ۽ مظفر ڳڙهه جي وچ وارو ملڪ (ڪچي پٽ کان علاوه) گهڻو ڪري ريگستان آهي، جنهن کي ٿل چوندا آهن. ٿل جي ٻوليءَ کي ٺلي سڏجي ٿو جنهن جي معنيٰ تي "ريگستان جي ٻولي". علائقن جي حوالي سان ڏنل مختلف نالن مان "جتڪي" سيني هنڌ ساڳي آهي، ڪنهن ڪنهن جاءِ تي ان ۾ فرق ڏسڻ ۾ ايندو. ٺلي، سنڌو درياهه به پار ڪري ٿي ۽ بنون ۽ ديري اسماعيل خان ۾ به ڳالهائي وڃي ٿي. هونئن بنون ضلعي جي مکيه ٻولي پشتو آهي. ٺلي گهڻو ڪري هتان جا هندو ڳالهائين ٿا. هيءَ لهندا جي ملتاني صورت آهي. شاهپور دوآبي واري ڏاکڻي لهندا ۽ ٺليءَ ۾ مکيه فرق سر گريئرسن ڏسيو آهي ته ڏندن واري "د" جي بدران، موردني آواز وڌو ويندو آهي. ڪجهه وياڪرڻ ۽ لفظن جو فرق به آهي. ان سموري علائقي ۾ هن کي جتڪي ۽ ڏيروالي به سڏين. ميانوالي ۽ بنون ۾ ٺليءَ کي 'هندڪو' ۽ 'ملڪي' به چون. جڏهن ته جهنگ ۾ هن لهجي کي ٺلوچڙي چون. سر گريئرسن ميانواليءَ ۾ هن جي ڳالهائيندڙن جو تعداد 40،000 جهلم ۾ 131562، شاهپور ۾ 21000، جهنگ ۾ 2948، ديري اسماعيل خان 170،000 ۽ بنون ۾ 30،000 ڏسيو هو. جيڪو هن وقت لازماً ڪافي وڌيل هوندو. ٺلي جڏهن اتر طرف مغربي جهلم مان لنگهي ٿي ته اتي "ڏٿي" سڏجي ٿي، جتان هزاره ضلعي ڏانهن هلي وڃي ٿي، جتان جي هيءَ مکيه ٻولي آهي. ان کانسواءِ پشاور ۾ به هن جا ڳالهائيندڙ ملن ٿا. مظفر ڳڙهه ۾ ڳالهائجڻ وارو لهندا جو لهجو ٻوليءَ جو هڪ قسم آهي، باقي سموري ٿل ۾ "ٺلي" ڳالهائي ۽ چئي وڃي ٿي. جهنگ واري علائقي ۾ ساڳي ٻوليءَ کي وري "ٺلوچڙي" سڏين. هي لهجو ڏکڻ ميانوالي توڙي ديري غازي خان واري ٺلي سان هڪ جهڙائي رکي ٿو. سرگريئرسن هن لهجي ٺلوچڙي جي ڳالهائيندڙن جو تعداد 2948 لکيو هو. جيڪو جديد دور ۾ لازمي طرح وڌي ويو هو.

**ٿرُ**: گهاٽن وڻن، ٻوٽن واري لڪل جاءِ، جتي جهنگلي جانور يا چور چڪار اچي لڪي ويهن. جهنگ ۾ ڳجهي جاءِ، سوئرن جي لڪ واري جڳهه، عام طرح چور مال کي "ٿرُ" ۾ آڻي ٿميندا آهن.

**ٿرُ[2]**: هن قديمي ماڳ جا دڙا 600 ق.م پراڻا آهن. هي دڙا 54′ 27° اتر 52′ 69° ڏکڻ ڳوٺ احمد خان مهر ضلعي سکر ۾ موجود آهن. هي ماڳ 10.5 ڪلو ميٽر ڳوٺ احمد خان مهر واري ٿر رينجرس پوسٽ وٽ آهي. 611x750

فوٽ ڊيگهه ۽ ويڪر وارو هي ماڳ 16 فوٽ زمين جي مٿاڇري کان مٿي آهي. هتان لڌل وٿن ۾ گول مٽيا، ڇنيل ۽ ليڪاؤن ٺڪر، لوهه جا ڪسيل ۽ ڳريل ٽڪرا مليا آهن. لوهه سنڌ ۽ پنجاب ۾ 600 ق. م ڌاري استعمال هيٺ آيو آهي، ان لاءِ اهو ماڳ پراڻو ٿي سگهي ٿو.

**ٽنب/ ٽنبو:** هي ڏگهو ڪاٺ جو ٽڪو ٿئي، جيڪو جاين ۽ جهوپڙين ۾ عمودي ٽيڪ لاءِ استعمال ۾ ايندو آهي. هن جو اهو ئي ڪم آهي. جيڪو شاهي عمارتن ۾ پيلپائي جو ٿيندو آهي. هي ٽنبا لوهه جا به ٿين ۽ بانس جي ڪاٺيءَ جا به. هن ڪاٺيءَ جي ننڍي قسم کي ٽنيڙي يا ٽنيي به چون. هي ڇتين ۾ عام طور ٽيڪ لاءِ استعمال ۾ اچي ٿو. اڄڪلهه بجلي جي



ٽنبو

تارن واري سڌي اڀي ڪاٺي يا لوهي ميناري کي به ٽنبو چون ٿا، جنهن ۾ بجلي جون تارون هلنديون آهن. ٽنب يا ٽنبا سرن ۽ سيمنٽ جا ٿين.

**ٽنيري:** هر يا ڏڳي گاڏيءَ جي پاڃاريءَ جي هڪ ڪاٺي. هر جي پاڃاريءَ جي پاسي واري اڀي ڪاٺي، جيڪا ڪرهي ۽ لار کي ڳنڍيندي آهي.

**ٽنبن واري مسجد:** ٽنبن واري مسجد، تعلقي ميرپورساڪري جي ٽپي ڳهاري، ديهه "ڪيبراٽيءَ" ۾ آهي. پرياسي ۾ درياهه پير، ڳاڙهي ڏڙي ۽ راڄ ملڪ قبرستان سان گڏ ماڙي موراڙو نالي ڪنڊر به آهي. درياهه پير کان ڪي ميل اتر ۾ "ٽنبن واري مسجد" آهي، جنهن ۾ ظاهري طور قابل ذڪر اهي به ٽنبا آهن. جيڪي مسجد ۾ لڳل آهن. انهن جو گهاڙيٽو مڪليءَ جي قبرستان ۾، ڄام نظام الدين سمي جي قبر مٿان ٺهيل ڇٽين جي ٽنبن سان هڪ جهڙائي رکي ٿو. هتي ٺڪراٽو به ڄام آهي، جيڪو پري پري تائين پکڙيل آهي. پرياسي جا ماڻهو ماڙي موراڙو نالي ڪنڊرن کي پڙج ذات جي ماڻهن سان نسبت ڏين ٿا. جڏهن ته ماڙي موراڙي ۽ ٽنبن واريءَ مسجد جي وچ ۾ ميل ڏيڍ جو پنڌ آهي. راڄ ملڪ قبرستان هن مسجد کان فقط 7- 8 ميل اوڀر ۾ آهي. روايت آهي ته اها مسجد پڻ پڙج ذات جي ماڻهن ٺهرائي هئي. اڄڪلهه ميرپورساڪري لڳ پڙج ذات جي ماڻهن جا ڪي ٿورا گهر وڃي رهيا آهن. ٽنبن واري مسجد جي ٻاهرين ڊيگهه ۽ ويڪر 35 فوٽ ۽ ساڍا ڇهه فوٽ آهي؛ اولهه ۾ چوڪور محراب اٿس؛ ديوار ست اٺ فوٽ هئي؛ ٽنبو ٽن حصن ۾ آهي: بنياد لڳ ڀڳ ڏيڍ فوٽ جو، ٽنبو ساڍا پنج فوٽ؛ باقي مٿي ڇت جهليندڙ حصو ٽنبن واري مسجد وارو ماڳ 1992ع ۾ اوقاف جي حوالي ٿي چڪو آهي.

**ٽنيڻ:** هن کي سرس به چون. هي ڪارخانن ۾ ٺهيل هڪ ڪيميڪل آهي. ڪاٺ جي ڪم ۾ فارميڪا لڳائڻ لاءِ چپ بورڊ تي ٽنيڻ هڻندا آهن. جُتين جا ترا ڳنڍڻ لاءِ به ٽنيڻ استعمال ڪندا آهن. اڄڪلهه جاين جا رنگ پڪا ڪرڻ لاءِ به رنگ ۾ ٽنيڻ ملائيندا آهن.

**ٽنگهڻو:** ٽنگهڻو ڳوٺ، ٽاڻي بولاخان تعلقي ۾ آهي. هن ڳوٺ ۾ ٽنگهڻي فقير سهتاڻي (گبول) جي مزار آهي. جنهن تائين پهچڻ لاءِ ڳوٺ ناري پنهور کان ٽورو اڳ اوڀر پاسي ويندڙ هڪ گس کان وڃبو آهي. مزار کان فرلانگ جي فاصلي تي اوڀر پاسي هن بزرگ جي نالي پٺيان سڏيل "ٽنگهڻو چشمو" آهي. جيڪو پير پوڙ پاڻيءَ جو هڪ ڇُپو آهي. هتي ٻارهوئي پاڻي موجود رهي ٿو. پر وهي ڪونه ٿو. ڇپي جي چوڌير ٻاڪري، ريڍي، ڳائي مال ۽ ٻين چوپاين کي پاڻي پيارڻ لاءِ ماڻهو ايندا رهندا آهن. ان کان سواءِ ڪيرٿر جي چوٽيءَ تان به ڪيترا ماڻهو پاڻي پرڻ ۽ مال چارڻ لاءِ هيٺ لهي هت اچن ٿا ۽ گڏهن يا ڏڳن تي پاڻي پري ور وڪڙ سنهڙين واٽن سان مٿي چڙهي ويندا آهن. ان عمل دوران ڪين ڪلاڪ لڳيو وڃن. هن چشمي جي ڏکڻ ۾ ٽوٽ لڪ وٽان ماڻهو، مال، وهڻ بلڪ موٽر سائيڪلون به ڪيرٿر ٽپي نينگ تائين ايندا آهن.

چشمي جي پرياسي ۾ ڪي به آثار موجود نه آهن. پر اتر اولهه پاسي چند سؤ والن جي پنڌ تي هڪ ٻنيءَ جي مٿان ٻن اصحابين جا آثار ٻڌايا وڃن ٿا. ٻني ۽ بزرگ جي مزار جي وچ ۾ ڪٿي ڪٿي ڪي ٺڪريون پيل ملن ٿيون. جن جي سڃاڻپ ڪرڻ مشڪل آهي. ڪوهستان ۾ چشمو قديم آثارن جي هئڻ جو اهڃاڻ هوندو آهي، انڪري وڏيڪ ڳولا سان پرياسي ۾ ڪي آثار ملڻ جا امڪان ٿي سگهن ٿا.

**ٽوبو:** مٽيءَ جي چاٽي کي چوندا آهن. ڪنير جڏهن چڪ تي ويهندو آهي ته مختلف ٿانون ٺاهڻ لاءِ مقرر مقدار ۾ مٽيءَ جا چاٽا ٺاهي پر ۾ رکندو آهي. ان کي "ٽوبو" چوندا آهن. سريند جڏهن سرون وجهڻ ويهندو آهي ته سر جي قالب موجب مٽيءَ جا ڳوڙها ٺاهي قطار ڪندو آهي ۽ هڪ هڪ چاٽو ڪٽندو ڪارب ۾ وجهندو، سر بنديندو ويندو آهي. سريند جي اهڙي مٽيءَ جي چاٽي کي به "ٽوبو" چوندا آهن.

**ٽوبي:** ماني پچائڻ لاءِ پٿر مان گهڙيل ٺئي ۽ دانگيءَ جي شڪل جو ٿانءُ، جيڪو ماني پچائڻ لاءِ ڪم اچي. ماني پچائڻ لاءِ "ٺئو" لوهه جو. "دانگي" ٺڪر جي ۽ "ٽوبي" پٿر مان گهڙي ٺاهيندا آهن. ٽوبي اڪثر ڪوهستان ۾ استعمال ٿيندي آهي. اڄڪلهه ڪنيار به ٺڪريون ڪٽي، خاص مٽي ملائي، آويءَ ۾ پچائي ٽوبيون ٺاهيندا آهن، پر اهي اهڙيون مضبوط نه ٿينديون آهن.

**ٽوٽر:** هڪ بيماري، ڪنهن به عضوي يا جسم جي سوڄ. جسم جي ڪنهن حصي تي ڏک لڳڻ ڪري، انهيءَ هنڌ تي سوڄ ٿي پوندي آهي يا وري ڪنهن خاص بيماريءَ ۾ سڄي جسم جي چمڙي سُڄي پوندي آهي: ٻنهي حالتن ۾ ٿيل سوڄ کي طب ۾ "ٽوٽر" چوندا آهن.

**ٽوٽري پاڙ (بيماري):** هي ٻوٽن جي ڦُنگي بيماري (Plasmodiophora brassicae) آهي، جيڪا صليبي ٻوٽن خاص طور تي سوبڊي گوگڙن، ديسي گوگڙن، توريءَ، گوبي وغيره ۾ لڳي ٿي. هيءَ بيماري ٻوٽن جي پاڙ ۾ سوڄ ۽ مروڙ پيدا ڪري ٿي. هن بيماريءَ ۾ ٻوٽن جو قد مري ٿو ۽ پن زرديءَ مائل ساوا ڏسڻ ۾ ايندا آهن. هن مرض جي جيوڙن جا تخم ڪيترن ئي سالن تائين زنده رهي سگهن ٿا ۽ زمين جي ريجائڻ ۽ تيزابي حالتن تي اثر ڪن ٿا.

**ٽور:** ضلعي سکر جي تعلقي روهڙيءَ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ اٺ ڳوٺ شامل آهن: ٻيڙو سومرو، علي مراد مگريو، محمد عالم مگريو، شاهه محمد بلوچ، گل محمد مگريو، حاجي جعفر خان، ٻچل شاهه بخاري ۽ ڪڪڙي واري.

**ٽور ڇهو:** ضلعي ٿرپارڪر جي تعلقي ڏيپلي ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: سابن ڪوهي، ڪيهاري، ٽور ڇهو، ڪڏائي، ڪانيرو، اونرڇهر، پاهوڙ ۽ ڏوهر راهمون.

**ٿورو**: ضلعي دادوءَ جي تعلقي جوهيءَ ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ ساڳئي نالي سان هڪ ڳوٺ آباد آهي.

**ٿوري (ٿوڙي)**: ٿوري گهڻو ڪري ٿر ۽ ميرپورخاص طرف رهندڙ ڀيل ذات سان واسطو رکن ٿا. جيڪي ٻني ٻاري جو ڪم ڪندا آهن.

پنهور برادريءَ جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ "ٿوري" آهي.

لطيف سائين به "ٿوري" لفظ ڪم آندو آهي:

چوري ندوري، نڪو مائٽ منڌ جو،
سوين هلن ساٿ ۾ ڪَمي ۽ ڪوري،
آءُ پڻ آهيان ان جي، لنگهي ۽ لوري،
لنگهيائين لطيف چئي، ترن جا "ٿوري"،
آهيان اُزوري، تنهنجي جوريءَ جبل لنگهيا.
(شاهه)

**ٿوڪ سانڍ** (Bulk Storage): زرعي اصطلاح، ڪَري مان ڪنيل اَن يا مال جي چاري ۽ پاڻي وغيره کي ڳوٺين يا ڳوٺرين بدران وڏن ٽانون، ڍڪيل پانڊن ۽ گندين ۾ سانڍي رکڻ ته جيئن وقت سر انهن کي ڪتب آڻي سگهجي ۽ جيت جڻيي جي ڪاچ ٿيڻ کان بچائجي.

**ٿوليم** (Thulium-Tm): ٿوليم هڪ ڌاتوءَ جو ڪيميائي عنصر آهي. ان جي علامت Tm آهي، ان جو ايٽمي نمبر 69، ايٽمي وزن $168.93421\ g\cdot mol^{-1}$ آهي. پگهرڻ پد 1545 ڊگري سينٽي گريڊ، ٽهڪڻ پد 1950 ڊگري سينٽي گريڊ ۽ ڪثافت 9.33 آهي. ان کي جديد جدولي دور (Periodic Table) جي لينٿينائيڊ سيريز ۾ رکيو ويو آهي. هي اڻ لڀ ڌاتي عنصر آهي.




$^{169}Tm$ قدرتي طور تي ملندڙ عنصر ۾ 100 سيڪڙو هوندو آهي. ٿوليم جي نمڪيات جو رنگ هلڪو سائو ٿئي ٿو ۽ محلول به ساواڻ مائل جهلڪ رکي ٿو. هي ڌات ڳاڙهي فلورائيڊ کي ڪيلشيم جي ذريعي يا لينٿنيم ڌات ۽ ٿوليم آڪسائيڊ جي خلائي چڪتاڻ مان حاصل ڪئي ويندي آهي.

پگهرڻ پد تي ان جو بخارجڻ وارو داٻ ڪافي گهٽ هوندو آهي.

هي مادو طبي استعمال لاءِ ننڍو سفري ايڪسري يونٽ ٺاهڻ لاءِ ڪتب اچي ٿو ان جي لاءِ ڪنهن برقي اوزار جي ضرورت نه پوندي آهي. هن يونٽ کي فعال ٿوليم بڻڻ جي ذريعي ڪجهه مهينن کان پوءِ وري چارج ڪري سگهجي ٿو گرمي پد تي هي ڌات ابتڙ فيرو- مقناطيسيت جو مظاهرو ڪندي آهي. هي عنصر 1878ع ۾ پي.ٽي. ڪليف (P.T. Cleve) ڳولي لڌو.

**ٿُوم** (Galir) (Allivum Sativum): هيءَ هڪ قسم جي خوشبوءِ دار اوڙ آهي، جيڪا گهڻو ڪري، هر قسم جي ڀاڄيءَ ۾ ڪم ايندي آهي. حڪيمن موجب ٿوم جو تاثير گرم خشڪ آهي. معدي جي خراب جيوڙن کي مارڻ، بدن کي گرم رکڻ لاءِ بهترين علاج سمجهبي آهي. موجوده دور ۾ ڊاڪٽر ٿوم کي رت جي دوري کي درست رکڻ لاءِ ۽ دل جي مريضن لاءِ مفيد چون ٿا. ٿوم، نانگ، بلا ۽ وڇونءَ جي زهر کي دفع ڪرڻ لاءِ پڻ اڪسير آهي. تازي يا سُڪل ٿوم، گهڻين ئي بيمارين لاءِ فائدو ڏيندڙ آهي.

ٿوم، دنيا جي پراڻن فصلن مان هڪ آهي. هن فصل جي ابتدا کي ايشيا مان ته کي وچ ايشيا مان ڄاڻائين ٿا. جتان پوءِ هيءُ فصل دنيا جي مختلف علائقن اندر پکڙجي ويو هن فصل کي واڌ ويجهه لاءِ ٿڌي منڊ جي ضرورت هوندي آهي. ٻوٽي جي واڌ ويجهه لاءِ ننڍن ڏينهن ۽ وڏين راتين جي ۽ ٿوم



جي ڳٽڙين جي واڌ ويجهه لاءِ وڏن ڏينهن ۽ ننڍين راتين جي ضرورت پوي ٿي. هن فصل جي آڳاٽي پوک سيپٽمبر کان شروع ٿئي ٿي ۽ نومبر تائين هلي ٿي. ٿوم جون ڳٽڙيون قطار ۾ پوکڻ گهرجن، گرم موسم ۾ پاڻي هر هفتي ۽ سرد موسم ۾ هر پندرهين ڏينهن ڪانپوءِ ڏجي.

چون ٿا ته ٿوم هاضمي واري نظام لاءِ فائديمند آهي. هيءُ بدن تي مثبت اثر پيدا ڪندي آهي، ۽ بدن جون زهريليون رطوبتون خارج ڪري، هاضمي وارين رطوبتن کي وڌائيندي آهي.

روس ۾ سنڌن ۽ جوڙن جي سور کي ختم ڪرڻ لاءِ ٿوم وڏي پيماني تي استعمال ڪئي ويندي آهي. برطانيه ۾ به ٿوم کي سنڌن جي سور جي علاج لاءِ تجويز ڪيو ويو آهي. تجربن ثابت ڪيو آهي ته ٿوم سوڄ، سنڌن ۽ جوڙن جي سور لاءِ اڪسير آهي. ٿوم جو سڀ کان بهترين استعمال، ڳٽڙين کي ڪچيءَ حالت ۾ چٻاڙڻ آهي. ٿوم کي ڇلي، سور وارن هنڌن تي مهڻ سان فائدو پهچندو آهي. جرمنيءَ ۾ تازي ڪيل تحقيق کان پوءِ ڊاڪٽرن دعويٰ ڪئي آهي ته ٿوم دل جو دؤرو ختم ڪرڻ ۾ پڻ مدد ڏئي ٿي، ٿوم، رت جي نالين ۾ ڪولسٽرول کي ٽوڙڻ ۾ مدد ڏئي ٿي: شريانين کي سخت ٿيڻ کان بچائيندي آهي، جنهنڪري بلڊ پريشر ۾ واڌارو ناهي ٿيندو ۽ دل جي دؤري جو خطرو ٽري ويندو آهي. دل جي دؤري کان پوءِ ٿوم جي استعمال سان ڪولسٽرول جي سطح گهٽجي ويندي آهي.

ٿوم جو جوهر ۽ رس، ڪئنسر خلاف به استعمال ڪيو ويو آهي ۽ ان ۾ ڪاميابي پڻ حاصل ٿي آهي. چمڙيءَ جي مختلف مرضن ۾ پڻ ٿوم جو استعمال ڪامياب علاج ثابت ٿيو آهي. موهيڙن تي ٿوم جون ڳٽڙيون مهڻ سان، موهيڙا گهٽجي ويندا آهن. جڏهن ته ٿوم جو پيش ٿڻ ڦرڙين کي ختم ڪري ٿو ٿوم کي لاڳيتو هڪ مهيني تائين کٽي، پاڻيءَ سان استعمال ڪرڻ سان رت صاف ٿي ويندو ۽ داڻا نه نڪرندا. ڳلي لاءِ ٿوم بهترين دوا سمجهي وڃي ٿي، ٿوم جي هڪ ڳٽڙيءَ کي مسلسل چٻاڙڻ سان ڳلي جو سُور ختم ٿيندو آهي. ڳلي جو مريض ٿوم جي ڳٽڙين کي آرام سان چٻاڙي سگهي ٿو. چوته ان جي سُنگهڻ ۽ ذائقي واري حِس معطل ٿي ويندي آهي. وڏيءَ کنگهه جي علاج لاءِ پڻ اڪسير آهي. هڪ چانهه وارو

چمچو، ٿوم جي رس جو، روزانو ٽي ڀيرا استعمال ڪرڻ سان کنگهه ختم ٿي ويندي آهي.

ڪاڌي ۾، بوءِ وارين شين، جهڙوڪ: گوشت، مڇي ۽ ٻين سبزين ۾ ٿوم وجهڻ سان بوءِ ختم ٿئي ٿي. معدي کي قوت ڏئي، ريح جاري ڪري ٿي. فالج ۽ ٻين بيمارين لاءِ گهڻي مفيد آهي. چرند وار لاءِ، ٿوم، وارن واري هنڌ مهٽڻ سان وار ٻيهر ڦٽن ٿا. ٿوم جي پوک لاءِ زمين طاقت واري ۽ پاڻيءَ جي نيڪال واري هجي.

**ٿُومارو**: ٿوم، اٽي ۽ لسيءَ (ڏڌ) مان ٺهيل (رڌل) ڳُنڌڻ. جيڪو ڪڙهيءَ وانگر گهاٽو ڪري باهه تي ٺهڪو ڏئي لاهبو آهي. گهڻو ڪري "ٿومارو" سياري جي منڊ ۾ چڊو ڪري ٺاهبو آهي. اهو وٽيءَ يا پيالي ۾ وجهي، سُرڪيون ڀري پيئڻ سان سيءَ کي ٿوريءَ دير لاءِ هٽائي ڇڏيندو آهي، ڇاڪاڻ تہ ٿوم گرم وکر آهي. ٿومارو، اڪثر ٿر جا غريب ماڻهو ٺاهي ٻاجهيءَ طور مانيءَ سان کائيندا آهن.

**ٿومينگ/ ٿمينگ**: هي ديهہ، ٽپي سونگل تعلقي ڪراچيءَ ۾ آهي. نئين سبزي منڊي، گلشن معمار ۾ جان محمد بروهي ڳوٺ هن ديهہ ۾ آهن. "ٿُم"، "ٿمينگ" ان جاءِ کي چئبو آهي، جتي گهاٽا وڻ يا وٽڻ جو جهڳٽو هجي. ڳجهي يا لڪڻ جي جاءِ هجي. مرن جي لڪڻ جي جاءِ، چورن جي ٽاڪ، گهوڙن ٻڌڻ واري جاءِ کي "ٿم" چئبو آهي. "ٿمينگ" معنيٰ اها جاءِ جتي مال، ماڻهو يا چوري جي سامان کي "ٿمي" سگهجي. هن کي ٿومينگ بہ چوندا آهن.

**ٿُونو**: ڪنهن وهٽ يا جانور جي ٻَڌَهَ. اڻ هريل چوپائي کي ويجهو وڃڻ سان اهو سڱن سان ٿونو هڻندو آهي. جيڏو وهٽ جو قد بت ۽ زور، اوڏو ئي ٿونو زور سان لڳندو. بعضي وهٽ سڱ تي ڪٽي اڇلائي زخمي ڪري ڇڏيندو آهي. دنبو ۽ ٻڪر ٽڪر هڻندا آهن. باقي مينهن ۽ ڍڳو "ٿونو" هڻندا آهن. ڀٽائيءَ مچ لاءِ "ٿونو" لفظ ڪم آندو آهي:

متو آهين مچ، ٿلهو ٿيو ٿونا هڻين!

(سر ڏهر)

**ٿوٽي**: اها ڪاني، جيڪا ڇت يا ڀت کي ٽيڪ ڏيڻ لاءِ ڪم آيل هجي. جيڪڏهن ڇَني ڇپر بيهارڻ لاءِ اُڀي ڪاني ڏجي تہ اها ٿوٽي ٿيندي، پر جي ڀت کي ٽيڪ لاءِ پاسيري ڪاني هوندي تہ ان کي "ٽيڪ" يا "ضامن" چوندا آهن.

**ٿُوهَر** (Ligularia/ Euphorbia norifolia): ٿوهر جو وڻ. خاص ڪري ٿر جي ڀٽن ۽ لاهين تي، ننڍن دڙن ۽ مٽاڇري واري ڪُنڊري زمين تي جام ٿيندو آهي. پر ڪوهستاني علائقي ۾ بہ ٿئي ٿو. هن جو ٿڙ هڪ هوندو آهي، پر ان مان ٽاريون اهڙيءَ طرح نڪرنديون آهن، جو چوڌاري زمين جي سنوت ۾ پکڙيون پيون هونديون آهن ۽ هڪ يڪو گهاٽو مچو پيو لڳندو آهي. ٽاريون رول جهڙيون ٿلهيون ۽ ڦيڦيون ٿينديون آهن، جن کي "ڏانڊا" چئبو آهي، جن ۾ اندر نرم ڳپ ۾ اڇو کير ٿيندو آهي، جو دوائن ٺاهڻ ۾ ڪم ايندو آهي. ٽارين تي ننڍا، پر تکين ڄُهنبن سان ڪنڊا ٿيندا آهن. ٽارين جي چيڙن تي ننڍا ڳاڙها گل ٿيندا آهن، جي ٻڪريون چاهہ سان کائينديون آهن. هن جا پن تمام ننڍا مائيدار ٿين ٿا. ٿوهر جي ڳاڙهن گلن/ چيڙن تي ماک پوڻ سان ماکيءَ جهڙو مٺو روپ اختيار ڪندي آهي. مارو ماڻهو ۽ ٻار اُهي پٽي مٺي ماک چوسيندا آهن. يورپ ۽ ٻين ٿڌن ملڪن ۾ ٿوهر جون کي جنسون تيار ڪيون ائن، جن جا ٻوٽا تمام ننڍڙا ڪونڊين ۾ ٿين، جن ۾ سهڻا سهڻا مختلف رنگن جا گل بہ ٿين. ماڻهو گهرن اندر سجاوٽ لاءِ رکندا آهن.

ٿوهر جو ڏانڊو ڪپي برساتي موسم ۾ زمين ۾ هڻي ڇڏبو تہ اُڀري وڻ ٿي ويندو. ڏڪار ۾ جڏهين برسات نہ پوندي آهي، تڏهين ٻيا وڻ سُڪي ويندا آهن يا ڪومائجي ويندا آهن. گاهہ تہ اصل ڪونہ ٿئي، ان وقت بہ ٿوهر



ٿوهر

سائو ۽ سرسبز بيٺو هوندو آهي. ٻڪريون ۽ ڇيلڙا ٿوهر جا پن ۽ گل کائي ڍؤ ڪندا آهن. هن ۾ رڳا ڏانڊا ڏانڊا ٿين، سي بہ اندر ڦيڦا، جي ڪنهن بہ ڪم ڪونہ اچن. گهڻن سالن بعد نيٺ وڻ سُڪي اتي ئي ڍير ٿيو پيو هوندو آهي، نيٺ پڄي پري ختم ٿي ويندو آهي ۽ وري نوان وڻ اُڀرندا آهن. ڪي ٿوهر ننڍا ۽ ڪي وڏا ٿيندا آهن. جن جي چوڌاري گهيرو ڪافي ٿيندو آهي. هي وڻ گرم آهي. سياري جو ڌاپي ڪرڻ وقت مسافر ڪنهن مٿاهين هنڌ تي، ڀٽ جي ٽڙڪول واري پاسي ٿوهر جو وڻ ڳولي، ان جي پرسان زمين ٻهاري پاٽاري ٺاهي سمهي پوندا آهن تہ سيءَ گهٽ پوندو آهي. ٿوري اوڇڻ هوندي بہ رات گذاري ويندا آهن. هن جا ڏنڊا ڦيڦا ٿيندا آهن، تنهنڪري سُڪڻ بعد باهہ ڏيڻ تي جلد وڏو مَچ ڪري ٻرندا آهن. بعضي سياري جو مسافر سيءَ لاهڻ لاءِ سُڪل ٿوهر ٻهاري تيلي ڏيندا آهن تہ هڪدم ڀنيٽ ٿيو پوي ۽ چوڌاري ڪافي مفاصلي ۾ سيءَ جو نالو بہ ڪونہ رهي، سيءَ لاهي وري روانا ٿين.

هن ٻوٽي جو ذڪر شاهہ عبداللطيف ڀٽائي سرمارئيءَ ۾ جام ڪيو آهي:

ٿر ٿوهر، گهر جهوپڙا، ٻارڻ جنين جو ٻوهہ،
اُنا مينهن مليرتي، ٿهڪي نڪتا ٽوهہ،
رات بہ منهنجي روح، سُتي سجڻ ساريا.

**ٿوهر ڳاڙها گل** (ڪتاب): ناميار ي ڪهاڻيڪار محمد انور بلوچ جي ڊائريءَ جي ورقن تي مشتمل هڪ ڪتاب، جيڪو 174 صفحن تي مشتمل آهي. ڪتاب جو ٻئڪ ٽائيٽل نوجوان ڪهاڻيڪار طارق عالم ابڙي لکيو آهي.

**ٿوهر منهنجو من** (ڪتاب): عوامي شاعر بلاول اوٺي جي شاعريءَ تي مشتمل هيءُ ڪتاب، اسسٽنٽ ڪمشنر ڊگهڙي محمد صديق ميمڻ، حيدري پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان 1992ع ۾ ڇپايو. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 151 صفحا آهن ۽ قيمت 31 رپيا آهي.

**ٿُوهرن وارو لڪُ**: هيءُ لڪُ مٺيءَ جي اتر-اوڀر طرف، ڇيلهار ڏي ويندڙ رستي تي آهي. لڪ جي منڍ وٽ تمام گهڻا ٿوهر موجود آهن؛ تنهنڪري ان تي اهو نالو پيو آهي.

**ٿوهر هيٺان ننڊ** (ڪتاب): هي نوجوان شاعر فراق هاليپوٽي جي شاعريءَ جو ڪتاب آهي، جنهن ۾ غزل، بيت، وايون، نظم ۽ نثري نظم




شامل آهن. هن ڪتاب جو مهاڳ وسيم سومري لکيو آهي. هو لکي ٿو ته: ”جڏهن شاعر پُختگيءَ جون منزلون ماڻڻ شروع ڪندو آهي ته بحر وزن سان گڏ ٻوليءَ جي استعمال جا ڪيترائي مامرا هن لاءِ ثانوي ٿي ويندا آهن ۽ هن لاءِ رڳو تصور جي اڏام ئي اصل مقصد بڻجي ويندي آهي.“ هي ڪتاب ڪنول پبليڪيشن قنبر پاران مئي 2008ع ۾ شايع ٿيو. پڪي جلد سان، 112 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 120 رپيا آهي.

**ٿُوهو**: اُٺ جي پٺيءَ وارو اُڀريل حصو، جنهن کي ”ڪونهٽ“ به چوندا آهن. اٺ جي پٺ تي ڳوڙهو ٿيندو آهي، جنهن ۾ چربي هوندي آهي، جنهن ۾ هو ڪاڌو ۽ پاڻي جمع ڪندو آهي. ان ڪري اٺ کي ”ريگستان جو جهاز“ چوندا آهن. جو هُو بک ۽ اڃ وقت ٿوهي ۾ جمع ٿيل ڪاڌو ۽ پاڻي اوڳر ذريعي ڪم آڻيندو آهي.

**ٿوهي دار ڍڳو** (Brahman): ٿوهي وارو ڍڳو يا ذيبو ڍڳو. وڏن ڍڳن ڪنن وارو ٿوهي دار ڍڳو جنهن جي ڳچيءَ ۾ لڙڪندڙ چمڙي ٿئي ٿي. عام طور



هي رنگ جو سائو (هلڪو ميرو) ٿئي ٿو پر ڪي ڪارا، اڇا ۽ ڳاڙها به ٿين. هي سمورا ڍڳا گهڻي ڇمار ماڻين ٿا، سخت گرمي برداشت ڪرڻ جي صلاحيت رکن ٿا، جيتن ۽ بيمارين کان به نرڇا آهن.

**ٿَهو**: هڪبئي مٿان رکيل يا سٽيل شين جو ڍِڳ. هڪ ٻئي مٿان تهه ڪري رکيل هڪڙيءَ جنس جون شيون. اِن کي ”سٿو“ به چئجي ٿو

**ٿهيم**: هڪ ذات ۽ قبيلي جو نالو. تحفة الڪرام جي روايت موجب ٿهيم ”آل تميم“ عربي قبيلي سان واسطو رکن ٿا، تنهنڪري ٿهيم پاڻ کي ”تميمي“ به چوندا آهن. جسٽس (ر) عبدالرزاق ٿهيم پنهنجي تحقيقي ڪتاب ”History of Arab Tribe THAHIM“ ۾ هن ذات کي عربن جو هڪ قبيلو سڏيو آهي، جيڪي محمد بن قاسم سان گڏ 93 هين هجريءَ ڌاري سنڌ ۾ اچي آباد ٿيا. ڪي ماڻهو پاڻ کي عرب جي ”تميم“ نالي هڪ انصاري، قريشيءَ جي نسل مان سڏرائيندا آهن. ٿهيم قبيلي جا ڪيترائي خاندان پنجاب جي مظفرڳڙهه، چنيوٽ، ملتان ۽ ديري غازي خان ۾ به رهائش پذير آهن. سنڌ ۾ ٿهيم ڪافي تعداد ۾ رهن ٿا، جن جا هيٺيان پاڙا مشهور آهن: (1) دلاور زئي، (2) منگي، (3) نهالاڻي، (4) ڪمالاڻي، (5) محمداڻي ۽ (6) پرياڻي/ پارياڻي.

شهدادپور، جيڪب آباد ۽ ٺٽي طرف هن قبيلي جا ماڻهو اڪثريت سان آباد آهن. ضلعي بهاولپور ۾ به ”ٿهيم“ گهڻي تعداد ۾ رهندڙ آهن. هن نالي سان حيدرآباد ۽ سنجهوري تعلقن ۾ ڪي ديهون پڻ آهن. تعلقي حيدرآباد جي ديهه ”ٿهيم“ ۾ ’الهڏنو نهڙيو‘، ’طالب نهڙيو‘ ۽ ’عثمان لاکو‘ ڳوٺ شامل آهن. سنجهوري تعلقي جي ديهه ”ٿهيم“ ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: ’پيروز خان ٿهيم‘، ’قائم خان جلالاڻي‘، ’پنهون خان پناڻ‘ ۽ ’شفيع محمد پنجابي‘. مشهور اديب رسول بخش ’تميمي‘ جاتيءَ جو رهاڪو به ٿهيم آهي.

**ٿهيم، عبدالرزاق، جسٽس** (ر): گهڻ رخي شخصيت جي مالڪ جسٽس (رٽائرڊ) عبدالرزاق ٿهيم، 8 آڪٽوبر 1927ع تي جيڪب آباد ضلعي جي ڳوٺ شيرانپور ۾ جنم ورتو. ڪراچي يونيورسٽيءَ مان 1955ع ۾ بي. اي ڪيائين ۽ اتان ئي هن ايل. ايل. بي جي ڊگري حاصل ڪري سنڌ هاءِ ڪورٽ ۾ وڪالت شروع ڪئي. 1961ع کان 1970ع تائين هو يونين ڪائونسل محمدپور جو چيئرمئن ۽ ڊسٽرڪٽ ڪائونسل جيڪب آباد جو ميمبر رهيو. هن ڪراچي يونيورسٽيءَ مان ئي 1967ع ڌاري ايم. اي (سنڌي) پهرين پوزيشن سان پاس ڪئي. هاءِ ڪورٽ ۾



وڪالت دوران هو ڊسٽرڪٽ بار ايسوسيئيشن، جيڪب آباد جو 1962ع کان 1968ع تائين سيڪريٽري رهيو ۽ پوءِ 1973ع تائين ان جو صدر منتخب ٿيو. 1974ع کان 1978ع تائين هو سنڌ ۽ بلوچستان بار ڪائونسل جو وائيس چيئرمئن رهيو. سنڌ بار ڪائونسل جو 1979 کان چونڊيل ميمبر رهيو. 1982ع ۾ کيس سپريم ڪورٽ ۾ وڪيل طور نامزدگي حاصل ٿي ۽ 1981ع کان 1983ع تائين مجلس شوريٰ (فيڊرل ڪائونسل) جو ميمبر ۽ پوءِ ڊپٽي چيئرمئن رهيو. جولاءِ 1983ع ۾ هو سنڌ هاءِ ڪورٽ جو جج مقرر ٿيو. جتان آڪٽوبر 1989ع ۾ رٽائر ڪيائين.

جسٽس عبدالرزاق رٽائرمينٽ کان يڪدم پوءِ وفاقي شرعي عدالت جو جج مقرر ڪيو ويو. اها ذميواري 28 آڪٽوبر 1991ع تائين نڀايائين. هو ڊسمبر 1991ع کان آڪٽوبر 1992ع تائين وفاقي محتسب جو صلاحڪار به رهيو. سندس خدمتن ۽ صلاحيتن سبب کيس آڪٽوبر 1992ع کان جولاءِ 1997ع تائين فيڊريل سروسز ٽربيونل جو چيئرمئن مقرر ڪري کيس مملڪتي وزير جي حيثيت ڏني وئي. جسٽس عبدالرزاق ٿهيم 1987ع کان 1989ع واري عرصي ۾ اليڪشن ڪميشن آف پاڪستان، فيڊرل رويوُ بورڊ ۽ پراونشل رويو بورڊ جو ميمبر رهيو. ان کان سواءِ ’ٽوڙهي ڦاٽڪ‘ واقعي ۽ سکر جيل ٽوڙ سازش جي ٽربيونل جي چيئرمئن طور ذميواري به احسن طريقي سان نڀائي. ان ڪانسواءِ هو ڪيترن ئي تعليمي ادارن ۽ سماجي تنظيمن ۾ به مختلف حيثيتن سان سرگرم رهيو. هن اقوام متحده جي جنرل اسيمبليءَ جي ڪيترن ئي اجلاسن ۾ پاڪستان جي نمائندگي پڻ ڪئي، جڏهن ته مختلف ملڪن جا دؤرا پڻ ڪيا اتائين ۽ اهم موضوعن تي سيمينارن ۽ ڪانفرنسن ۾ شرڪت پڻ ڪندو رهي ٿو.

جسٽس ٿهيم کي ڪيترائي اوارڊ ۽ اعزاز به مليا آهن، جن ۾ صدر پاڪستان طرفان ’علامه اقبال سينچري گولڊ ميڊل‘، خدمتن جي اعتراف طور ’گورنرس ڪلاس I، سَنَد‘، رياست قطر جي امير طرفان ’ميڊل‘ ۽ سنڌ

مدرسي طرفان 'سينچري گولڊ ميڊل' قابل ذڪر آهن. هو 'سنڌ مدرسه بورڊ' جو تاحيات ميمبر به آهي.

عدل انصاف ۽ سماجي خدمتن کان سواءِ هن سياست ۾ به دلچسپي رکي آهي. 2003ع کان 2006ع تائين سينيٽ جو ميمبر (سينيٽر) به منتخب ٿيو ۽ سيپٽمبر 2004ع کان مارچ 2007ع تائين بلديات ۽ ڳوٺاڻي ترقياتي کاتي جو وفاقي وزير مقرر ٿيو. هڪ دفعو ٻيهر فنڪشنل ليگ جي پليٽ فارم تان 2006ع کان 2012ع تائين سينيٽر منتخب ٿيو آهي ۽ کيس ساڳي وزارت جو قلمدان ڏنو ويو آهي. هن وقت مڪاني حڪومتن وارو نظام ٽوڙي، ان ۾ ترميمن ذريعي سڌارا آڻي ٻيهر اليڪشن تائين ضلعي ۽ تعلقي سطح تي ائڊمنسٽريٽر مقرر ڪيا ويا آهن. ان ڏس ۾ جسٽس (ر) عبدالرزاق ٿهيم کي پيشورانا صلاحيتن سبب بلديات جي وزارت تي برقرار رکيو ويو آهي.

جسٽس (ر) عبدالرزاق ٿهيم علم، ادب ۽ تحقيق سان به دلچسپي رکي ٿو. هن سنڌ ۾ عربن جي آمد ۽ ٿهيم ذات بابت تحقيقي ڪتاب به لکيا آهن. سندس تصنيفون هن ريت آهن:

1) History of Arab Tribe "THAHIM"،
2) Arabs in Sindh
3) Memoirs
4) مون سارينديِ سڏڙا
5) Judiciary and Judges.

**ٿهيم، عبدالسلام:** ناميارو سياستدان عبدالسلام ولد حاجي گل محمد ٿهيم، پهرين جنوري 1950ع تي ڳوٺ طيب ٿهيم (شهدادپور) ۾ جنم ورتو. سنڌ يونيورسٽيءَ مان گريجوئيشن ڪيائين. 1968ع کان هن



سياست ۾ پيرپاتو. پاڪستان پيپلز پارٽيءَ سان سندس پراڻو ناتو رهيو آهي. شروعات ۾ پ. پ جو تعلقي صدر ۽ پوءِ ضلعي سانگهڙ جو صدر بڻيو، جڏهن ته پ. پ- سنڌ جو رابطه سيڪريٽري به رهي چڪو آهي. عبدالسلام ٿهيم 1988ع ۾ پهرين چونڊ وڙهي ۽ ڪامياب ٿيو. جنهن بعد ايڪسائيز ۽ ٽيڪسيشن جو وزير مقرر ٿيو: 1990ع واري چونڊ ۾ ڪامياب نه ٿي سگهيو: 1993ع واري اليڪشن ۾ سوڀارو ٿيو جنهن بعد کيس سنڌ جي تعليم جو وزير مقرر ڪيو ويو: 1996ع ۾ جهنگلي جيوَت کاتي جو وزير ٿيو: 1997ع واري چونڊ ۾ سرسي حاصل نه ٿيس، جڏهن ته 2008ع واري چونڊن ۾ ڀرپور ڪاميابي حاصل ڪئي. هيئنر کيس سنڌ جي "ٽيڪنيڪل ايجيوڪيشن اينڊ ووڪيشنل ٽريننگ اٿارٽيءَ" جي وزارت جو قلمدان مليل آهي.

**ٿهيم، محمد عمر:** وڏيرو محمد عمر ولد حاجي محمد ٿهيم "سمسمو" 10 جون 1914ع تي جاتي شهر ۾ ڄائو. ابتدائي سنڌي ست درجا پرائمري اسڪول مغل ڀين ۾ پڙهيو. پوءِ زمينداري ڪرت اختيار ڪيائين. وڏيري محمد عمر تحريڪ پاڪستان ۾ هڪ سرگرم ڪارڪن جي حيثيت ۾ ڪم ڪيو نيشنل گارڊ تعلقي جاتيءَ جو سالار ٿي رهيو. عمر سمسمو هڪ بردبار ۽ نهايت مخلص انسان هو هن پنهنجي علائقي جي ماڻهن جي بي لوث خدمت ڪئي پنهنجي ٿهيم برادريءَ ۾ هڪ باوقار شخصيت جو مالڪ هو وڏيري عمر کي دشمنيءَ سبب 1962ع ۾ قتل ڪيو ويو.

**ٿهيم واهه:** تعلقي شڪارپور ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'هارون ڪوسو'، 'فقير شاهنواز'، 'آغا اختيار محمد'، 'آغا غلام نبي خان'، 'محبت چانڊيو'، 'رياض خان'، 'آغا طارق خان' ۽ 'غوث بخش ڪوسو'.

**ٿياسافي (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب مرزا قليچ بيگ جو ترجمو ڪيل آهي ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 70 صفحا آهن ۽ قيمت 6 آنا ڄاڻايل آهي ٿياسافيڪل سوسائٽي، الحق پريس، حيدرآباد مان، 1912ع ۾ ڇپايو.

**ٿياسافيڪل سوسائٽي:** ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جو بنياد 17 نومبر 1875ع تي، نيويارڪ ۾ وڌو ويو. سوسائٽيءَ جو پهريون صدر ڪرنل ايچ- ايس او ڪاسٽ ۽ خط ڪتابت جي سيڪريٽري ميڊم اي. پي. بلئوٽسڪي هئي. سنڌ ۾ ٿياسافيڪل سوسائٽي جو سڀ کان اول رشي ڏيارام ڇيٺمل ميمبر ٿيو: 1895ع ۾ انهن ڪارڪنن جو گروهه هر هفتي ڏيارام جي رام باغ واري گهر ۾ ٿياسافيڪل مطالعي لاءِ گڏ ٿيندو هو. جنهن ۾ ڏيارام جو ڀاءُ ديوان دولت رام ڇيٺمل پڻ شامل هو 1896ع ۾ مسز ايني بيسنت کي سنڌ اچڻ جي دعوت ڏني وئي. مسز ايني بيسنت، دعوت قبول ڪري، ڊسمبر 1896ع ۾ سنڌ جو دؤرو ڪيو ۽ پارسي ٿيئٽر ۾ ڇهه ليڪچر ڏنا. سنڌ ٿياسافيڪل سوسائٽي، سنڌ ۾ سکر بئراج کي جلدي مڪمل ڪرڻ لاءِ بمبئيءَ جي گورنر کي پڻ عرضداشت موڪلي هئي. سائين جي. ايم. سيد، جڏهن 1925ع ۾ ضلعي لوڪل بورڊ ڪراچيءَ جو نائب صدر ٿيو ته پاڻ ڪراچيءَ جي فلاحي جماعتن ۾ دلچسپي وٺڻ لڳو. ڪراچيءَ ۾ ٿياسافيڪل سوسائٽي پڻ ان وقت عروج تي هئي. دنيا جي مختلف ملڪن مان دانشور ۽ ماهراچي ٿياسافيڪل سوسائٽي هال ۾ مختلف موضوعن تي تقرير ڪندا هئا. ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جو مقصد اهو هو ته رنگ، نسل، مذهب، قوم جي فرق ۽ ويڇن کي مٽائي انسان ذات جي خدمت ڪئي وڃي. جنهن وقت ۾ دولت رام مهتاڻي، ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جو نائب صدر هو، تڏهن هن ٻڌايو ته 1938ع کان وٺي جي. ايم سيد، ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ ۾ ايندو رهندو هو ۽ مختلف تقريرون ٻڌڻ کان پوءِ، نوجوانن کي "سنڌ جي تصوف" جي باري ۾ ٻڌائيندو هو. ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جي هڪ شاخ حيدرآباد ۾ پڻ هئي، جنهن جي آفيس بيسنت هال ۾ هئي ۽ اتي ئي ٿياسافيڪل مطالعو ٿيندو هو. بيسنت هال اڄ به موجود آهي، جنهن جو 1917ع ۾ ايني بيسنت سنگ بنياد رکيو هو. حيدرآباد ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جي ميمبرن ۽ عهديدارن ۾ محمد ابراهيم جويو، آپا ڊاڪٽر شمس عباسي شامل آهن.

**ٿياسافيڪل هال لائبرري:** هيءَ لائبرري ٿياسافيڪل هال جي پراڻي عمارت ۾، 1910ع ۾ قائم ڪئي وئي. هيءَ ڪراچيءَ جي پهرئين ميئر ۽ مشهور سماجي رهنما "مسٽر جمشيد نسروانجي مهتا" جي ڪوشش سان قائم ٿي. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ اُن کي نئين عمارت ۾ منتقل ڪيو ويو. هن وقت هيءَ ڪراچيءَ جي مشهور لائبريرين ۾ شمار ٿئي ٿي.

**ٿيپات ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ڄامشوري ضلعي جي سيوهڻ تعلقي ۾ ڳوٺ لکي شاهه صدر جي ڏکڻ اوڀر ۾ ٻن ڪلوميٽرن جي فاصلي تي آهي. چيو وڃي ٿو ته ورهاڱي کان اڳ لکي شاهه صدر جو ئي هڪ هندو سيٺ جوهرلال جيڪو

مڇين ۽ پکين جو وڏو واپاري ٻڌايو وڃي ٿو. سو هن ڍنڍ جي مڇي وڏي تعداد ۾ مارائي، ان ذريعي لکي ريلوي اسٽيشن تي آڻيندو هو ۽ اتان بعد ۾ ريل رستي هندوستان جي ڀين حصن ۽ ڀين ملڪن ۾ به اماڻيندو هو. هن ڍنڍ ۾ اڃا به مڇي ماري وڃي ٿي.

**ٽيٻڪي:** ضلعي حيدرآباد جي تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ هڪ ديھ. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: عثمان شاهه هڙي، سجڻ ماڇي، مڪراني بنگلو، عبدالرحمان ٽيٻو علي شير مهاجر ۽ الهه رکيو پناڻ.

**ٽيٻو:** سميجا قبيلي جو فرد، جنهن مان ٽيٻا ٿيا. نسب نامي موجب، سندن شجرو هن طرح آهي: ٽيٻو پٽ انڙ پٽ سمون پٽ رائڏن پٽ ڪاڪو پٽ سمون پٽ انڙ پٽ لاکو پٽ لاکيار پٽ اوڊو پٽ اوڊار پٽ نيت پٽ نوتيار. "تاريخ مظهر شاهجهاني" ۾ يوسف ميرڪ لکيو آهي ته ٽيٻا، سميجا ڪل مان آهن. محقق لکن ٿا ته انڙ پٽ سمي کي 28 پٽ هئا، جن مان وڏي پٽ جو نالو "ٽيبو" هو. جنهن جي اولاد پاڻ کي ذات جا ٽيٻا سڏايو. ٻئي پٽ جو نالو "هوٿي" هو. جنهن جي پٽ جو نالو پڻ "ٽيبو" هو. انهن به پاڻ کي "ٽيٻا" سڏايو.

ٽيٻي مان ڦٽل ذاتيون آهن: پنيرا، پاٽوجا، سنگراسي، راڄپر، ملاٽا، ملاڻ، دل، مگسي، راهو، نرھ، هوٿي، ڪيبر، جوٽا ۽ جوٽيجا وغيره. ٽيٻا ذات جا خاص پاڙا، آٽراٽي، پنيڻ، گهرگاٽي، جهالوڪ، عيساٽي، ڪلرجا، ڪمار، ممياٽي ۽ ساندجا آهن.

هن نالي سان سنڌ ۾ ڪي ديهون آباد آهن. جيئن ته: حيدرآباد تعلقي جي ديھ ٽيٻا ۾ 'بچو لاشاري'، 'حاجي محمد رحيم ٽيٻو' ۽ 'غلام محمد ٽيٻو' ڳوٺ شامل آهن.

تعلقي ننگرپارڪر ۾ به ٽيٻن جا ڪيترائي ڳوٺ آباد آهن.

**ٽيٻو ، خطائي:** "خطائي" جو اصل نالو جاڙو خان ولد سالار ٽيٻو آهي.



هن 8 آڪٽوبر 1975ع تي ساماري روڊ شهر ۾ جنم ورتو. نئين ٽهيءَ جو سنو شاعر ۽ ليکڪ آهي. ايم. اي ۽ ايل. ايل بي ڪيل اٿس. هي سنڌي ادبي سنگت ساماري روڊ جو باني ڪارڪن رهيو آهي، سنڌي ادبي سنگت جي پليٽ فارم تان ڪيترا ادبي پروگرام ڪرائي چڪو آهي ۽ سنڌي ادبي سنگت عمرڪوٽ جو رابطه سيڪريٽري رهيو آهي. هن جي شاعري مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيندي رهندي آهي. سندس شاعريءَ جا ٻه ڪتاب "ٻڌايو ڪجي چا؟" (1997ع) بزم ادب صوفي فقير پاران ۽ "سانجھ جي هنج ۾" شاهه لطيف اڪيڊمي، عمرڪوٽ طرفان 2007ع ۾ شايع ٿيو آهي. تازو 21-20 فيبروري 2010ع تي ڊي سي او عمرڪوٽ پاران ٿيل "عمرڪوٽ سيمينار" جي موقعي تي پڌري ڪيل ٽن مان ٻن ڪتابن "ڪوي عمرڪوٽ جا" ۽ "عمرڪوٽ ايامن ڪان" ۾ سهڪاري رهيو آهي. هن کي بهترين غزل گو شاعر جو سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن مرڪز پاران 2001ع ۾ ايوارڊ ملي چڪو آهي. عمرڪوٽ ٽائون ڪميٽيءَ ۾ ڪلرڪ آهي ۽ ڳوٺ ولي محمد ٽيٻي تعلقي عمرڪوٽ ۾ رهائش پذير آهي.

**ٽيٻو، فقير عبدالله:** فقير عبدالله ولد محمد قاسم ٽيٻو تقريباً 1887ع ڌاري "ڪاڇيلي اسٽيشن" ويجهو ڳوٺ "سودا هوڙ" ۾ ڄائو جتي ڳوٺ جي ٽي مڪتب ۾ قرآن شريف ۽ ڪجھ سنڌيءَ جا ڪتاب پڙهيو ۽ پوءِ پنهنجي مائٽاڻي ڌنڌي مال چارڻ ۽ کيتي ٻاڙيءَ سان وابسته ٿي ويو. فقير عبدالله نرم طبع، خاموش، مائٽوءِ صابرين هو. ڪنهن به تڪليف ۽ پريشانيءَ وقت اصل ڪونه گهٻرائيندو هو ۽ نه ئي وري همت هاريندو هو. اڪيلائي پسند، هُل هنگامي کان پاسو ڪندڙ، جهنگلن ۽ ويرانن کي چاهيندڙ هو. جتي دنيا وارن کان دور رهي پنهنجي مالڪ حقيقيءَ کي ياد ڪندو رهندو هو.

سهروردي سلسلي جو فقير "بکيراشريف" جي ان وقت جي گادي نشين پير غلام نبي شاهه جو مريد هو. مرشد جي هدايتن موجب سدائين ذڪر ۽ فڪر ۾ رهندو هو. درويش ۽ فقير هجڻ سان گڏ و گڏ بهترين شاعر به هو. سندس شاعريءَ ۾ مداحون، مولود، معجزا، ڪافيون ۽ غزل شامل آهن. هن الله لوڪ انسان 1950ع ڌاري وفات ڪئي، سندس مزار "ڪڏ وارن فقيرن" جي قبرستان ۾ آهي. جيڪا ماڻهن لاءِ عام زيارت گاهه آهي.

**ٽيراڪو/ٽيراڪي:** هن مڇيءَ کي شيدي مڇي چوندا آهن. هن جا چپ وڏا ٿيندا آهن. ڏسڻ ۾ ڏکي ۽ کائڻ ۾ لذيذ ٿيندي آهي. هڪ پهاڪو ڏيندا آهن ته "جنهن ڪاڏي ٽيراڪي، تنهن جي مٽي ۾ ڦيراڪي". هن جو وزن ڪرڙي ۽ موراڪيءَ جي برابر آهي. ٽيراڪيءَ جي چربي يا وَهُ سائيءَ جي بيماريءَ لاءِ ڪتب آڻبي آهي.

**ٿيلهي/ ٿيري** (Catla Catla) **(مڇي)**: هيءَ چيلري مڇي آهي. هي مڇي موراڪي ۽ ڪرڙي کان وزن ۾ گهٽي ٿئي ٿي. هن کي ٿيري ۽ لهر به چوندا آهن. هيءَ مڇي ڪرڙي ۽ موراڪي کان ويڪر ۾ وڏي آهي. هن جا چلر ڪارا ٿين. وات وڏو ٿئي ۽ منڍي به ڪرڙي ۽ موراڪي کان وڏي اٿس. هيءَ آني ڪندي آهي. نين جي ڪنبن ۾ يا درياهه ۾ هيءَ جي پاڻيءَ ۾ 4 کان 6 فوٽن تائين اڄ به ملي ٿي. ڪڏهن ڪڏهن ته 30 کان 40 ڪلو وزن جي به ملي ٿي. هي گاهه تي گذران ڪندي آهي ۽ ننڍين مڇين ۽ جيتن کي به کائيندي آهي، منڇر ۾ مڇيءَ جو هي نسل ناياب آهي. نئون پاڻي اچي ٿو ته زيرو پوائنٽ تي 4 ڪلو وزن جي ٿيلهي مري ٿي، اڳي هيءَ مڇي گهڻ کائبي هئي.



هن جو جسم ڪافي ويڪرو ۽ چپٽيل ٿئي ٿو. وات وڏو اٿس. هيٺيون چپ ٿلهو، ڪلڻ تي ٿيلهي وانگر لڳندو آهي. تنهنڪري نالو به ٿيلهي پيو اٿس. هن کي مٿيون چپ ڪونه ٿئي، باقي جاڙيون نمايان هونديون اٿس. وات وٽ ڪو به ڪنڊر وار يا ميڇ ڪا نه ٿئيس. رنگ ساواڻ مائل پوررڙو. ڪن حالتن ۾ ڪارو. عام طور تي چلڻ جو رنگ ٽامي جي رنگ جهڙو يا گلابي ٿئي. ڪنيڙا ڪارا يا پوررڙا هوندا اٿس. جيڪي بنيادن وٽ اڇيرڙا نظر ايندا آهن. هي مٺي پاڻيءَ جي مڇي آهي. هي ڍنڍن ڊورن جي مٿين سطح ۽ ان کان هيٺ پنهنجي غذا ڳولي کائيندي آهي. هن جي خوراڪ آبي ٻوٽا، جيت جٺيا ۽ ننڍي مڇي هوندي آهي. هي سبزي خور مڇين ۾ شمار ٿيندي آهي. عام حالتن ۾ ٻن سالن جي

عمر ۾ 5 ڪلو وزن ڪري ٿي وڃي. سندس ڊيگهه ڇئن کان ڇهن فوٽن تائين به ٿئي. هيءَ مڇي جولاءِ کان آگسٽ تائين 5 لک آنا لاهيندي آهي پر هڙادو تلائن ۾ آنا ڪانه لاهي.

**ٿيلهي دار ڦُنگيون** (Ascomycetes): ڦُنگيءَ جو هڪ درجو جيڪو



ٿيلهيدار ڦنگيءَ سان معروف آهي. هي پنهنجا تخم ٿيلهيءَ يا ڳوٿريءَ ۾ ڪٽي ٿيون. هي ماپ ۾ تمام ننڍڙيون ۽ وڏيون پڻ ٿين ٿيون. وڏيءَ ماپ واري ڦنگيءَ جي شڪل گولائين يا نڙي مثل هوندي آهي، مگر ڀون ڦاڙ (Toad Stool) ٻولائتي نه هوندي آهي. هن مان گهڻيون ئي طفيلي ٿين ٿيون. جيڪي ٻوٽن جون ڪيترين ئي بيماريون پيدا ڪن ٿيون ۽ ٻيون وري پَنير (Cheese) پچائين ٿيون.

**ٿيليسيميا**: هن بيماريءَ جي تاريخ تمام گهڻي پراڻي ڏسجي ٿي. قديم زماني ۾ يونان ۾ هي بيماري عام رهي آهي. يوناني طب جي ڪتابن ۾ هن بيماريءَ جو گهڻو حوالو مليو ٿو. بنيادي طرح ٿيلسيميا (Thalassaemia) اکر به يوناني ٻوليءَ جو لفظ آهي. جيڪو لفظ موجوده وقت ۾ ميڊيڪل سائنس ۾ به مروج ٿي ويو آهي. هن يوناني اکر جو ڇيد ڪبو ته ٿيندو "THALASS" ٿلاس لفظ جي معنيٰ آهي سمنڊ ۽ "AEMIA" ايميا معنيٰ "رت جي ورونڌي حالت (Adverse condition of the blood)، جنهن جو مطلب ٿيندو ته "رت جي تمام گهڻي بگڙيل حالت". اڄ به هي بيماري يونان ۽ ان پاسي وارن ملڪن ۾ عام آهي.

قديم زماني کانپوءِ هيءَ بيماري گهڻي پاڳي مصر (Egypt) ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿي. جو ته مصر جي ممين (Mummies) (مصالحي ۾ محفوظ ٿيل لاشن) جي ڊي. اين. اي (DNA) ٽيسٽن جي جينياتي نقص (Genetic Defect) ۾ به هيءَ بيماري گهڻي پاڳي ملي ٿي. اڄ جي ميڊيڪل سائنس جي ماهرن جو اهو خيال آهي ته قديم زماني ۾ مصر جي ننڍڙن ٻارن جو وقت کان اڳ ۾ موت هن بيماري جي ڪري ٿيندو هو اڄ به مصر جي مٿين علائقن ۾ هيءَ بيماري گهڻي پاڳي موجود آهي.

هينئر به رت جي هيءَ مهلڪ بيماري دنيا جي هر هڪ کنڊ ڪڙڇ ۾ موجود آهي. هن بيماريءَ جو گهڻو زور ميڊيٽرين سمنڊ (Mediterenian Sea) (يعني يونوچ/ ڳاڙهي سمنڊ) سميت روم جي سامونڊي ڪنارن تي وسندڙ ملڪن ۽ يورپ جي ڪيترن ملڪن ۾ آهي. دنيا ۾ گهڻي ۾ گهڻي هيءَ بيماري سِسِليءَ ۾ ٿئي ٿي. تنهن کانسواءِ ساردينا، ڪروشيا، قبرص ۽ مالديپ وارن علائقن ۾ پڻ هن بيماريءَ جو گهڻو زور آهي. اتر آفريقا، مڊل ايسٽ ۽ ايشيا وارا علائقا (ملڪ)، جن ۾ خاص ڪري بنگلاديش، سيلون، هندستان ۽ پاڪستان اچي وڃن ٿا، هن بيماريءَ جي اثر کان خالي ڪونهن. پاڪستان ۾ هيءَ بيماري هڪ سروي مطابق ملڪ جي سڄي آدمشماريءَ ۾ 6 کان 8 سيڪڙو آهي.

**بيماريءَ ٿيڻ جا سبب** (Etiology): ٿيليسميا جي بيماريءَ جي باري ۾ ميڊيڪل سائنس اڃا تائين ڪامل سبب ڳولي ڪين سگهي آهي ته هيءَ رت جي مهلڪ بيماري ٻارن کي ڪيئن ٿئي ٿي. ميڊيڪل سائنس جي مختلف ماهرن پنهنجا جدا جدا رايا ڏنا آهن ته هيءَ بيماري هيٺين سببن جي ڪري ٿئي ٿي.

**(1) موروثي بيماري** (Hereditary Disease): هيءَ بيماري ٻارن کي تڏهن ٿيندي آهي، جڏهن ٻارَ جي مائٽن جي رت جي ڳاڙهن جزن جي ڪيميائي مرڪب Hemoglobin Synthesis ۾ خلل جي ڪري رت جي لحمياتي سٽي مرڪب Polypeptic ۾ ٿورو يا مڪمل نقص هجي. جنهن جي نتيجي ۾ ٻارَ جي رت جي ڳاڙهن جزن Erythrocytes (RBC) جي بنيادي ذرڙن (Molecules) جي نظام ۾ تباهي ٿئي، جيڪا تباهي ٿيليسميا ٿيڻ جو سبب بڻجي ٿي. ياد رهي ته رت جي هڪ ڳاڙهي جزي ۾ اٽڪل 280 ملين بنيادي ذرڙا ٿين ٿا.

جينياتي خلل (Genetic Defect): هيءَ بيماري ٻارکي تڏهن ٿيندي آهي، جڏهن ماءُ يا پيءُ مان ڪنهن به هڪ جي (ڪڏهن ڪڏهن ٻنهي جي) رت ۾ موجود گلوبن (Globin) يعني پروٽين (Protein) جي گهٽتائي هجي، يا رت جي ڳاڙهن جزن ۾ پروٽين گهٽ نهي، جنهنڪري رت جا بنيادي ذرڙا (Molecules) ناقص نهندا. ان ڪري ٻارَ کي ڄمڻ کانپوءِ رت جي گهٽتائي (Anemia) ٿئي ٿي، جيڪا اڳتي هلي ٿيليسميا جي بيماري ٿيڻ جو سبب بڻبي آهي.



**(3) پروٽين جي گهٽتائي** (Deficiency of Protein): ٻارَ جي پنهنجي رت ۾ ٻنهي قسم جون پروٽين هڪ "Alpha Protein" ۽ ٻي "Beta Protein" جي گهٽتائيءَ جي ڪري يا ٻنهي مان ڪنهن به هڪ پروٽين جي گهٽتائيءَ ڪري ٻار جي رت جا ڳاڙها جزا ٽٽي پوندا آهن، جيڪا حالت ٻار جي رت جي گهٽتائيءَ جو سبب بڻبي آهي. جنهن جي نتيجي ۾ ٻار کي ٿيليسميا ٿيندي آهي. هتي اهو به ٻڌائجي ته جيڪڏهن ٻارَ ۾ اُهي ٻئي پروٽين گهٽ هونديون يا مرڳو نه هونديون ته ٻارَ جي آڪسيجن ۽ ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ جو عمل درست ٿي نه سگهندو آهي، جنهن جي ڪري ٻار کي ساهه ۾ تنگي، سهڪ ۽ دل تي وزن پوندو آهي. جيڪا علامت ٿيليسميا جي مريض جي نازڪ حالت سمجهي ويندي آهي.

**(4) ترِيءَ جو ناقص فعل** (Desfunction of Spleen): گهڻن سبب جي ڪري ترِي پنهنجو قدرتي فعل درست ڪري نه سگهندي آهي. جنهن جي ڪري جسم ۾ ڪتب آيل رت جا ڳاڙها جزا جيئن جو تيئن ويندا آهن. ترِيءَ ۾ گڏ ٿيندا، جنهن جي ڪري هڪ ته ترِي وڏي ويندي آهي. (جنهن کي هيانچي يا

ٻرهل جي بيماري سڏبو آهي). ٻيو جيئن تہ تري پنهنجي قدرتي فعل جيوڙن جي ڳڙڪائڻ "Phagocyte" هيٺ، ڪتب آيل رت جي ڳاڙهن جزن مان سيني زهريلن ۽ ڪيميائي ناقص مادن کي ڳهي ناس ڪندي آهي. پوءِ رت جي ڳاڙهن جزن ۾ موجود سيني ڪارگر ڪيميائي مادن کي الڳ ڪري انهن کي جسم جي لاڳاپيل عضون ڏي موڪليندي آهي. اهڙيءَ طرح رت جا ڳاڙها جزا ٻيهر صحتمند ٿي جسم ۾ رت جي دوري ۾ شامل ٿي ويندا آهن. هاڻي تري جڏهن پنهنجو قدرتي فعل (ڪم) ڪري نہ سگهندي آهي تہ ٻارَ جي رت جي ڳاڙهن جزن جون ڪيميائي تبديليون "Metabolism" ٿي نہ سگهنديون آهن، جنهن جي نتيجي ۾ ٻارَ کي ٿيليسيميا جي بيماري ٿيندي آهي. ياد رهي تہ ٻار کي ڪهڙي بہ قسم جي ٿيليسيميا جي بيماري هوندي آهي تہ ان ۾ ٻار جي هر حال ۾ تري وڌيل هوندي آهي.

**(5) ناقص هڏن جي مِکُ** (Deficient Bone Marrow): ٻار جي ڊگهن هڏن (Long Bones) جنهن ۾ ران جو ڊگهو هڏو (Femur) ۽ پنيءَ جو ڊگهو هڏو (Fibula) اچي وڃن ٿا. انهن ۾ ٺهندڙ ڳاڙهي مِکُ جي ناقص ٺهڻ ڪري ٻار کي ٿيليسيميا جي بيماري ٿيندي آهي. ياد رهي تہ ڳاڙهي مِک اصل ۾ رت جا ڪچا ڳاڙها جزا هوندا آهن. اُهي رت جا ڪچا ڳاڙها جزا جڏهن جيري ۾ پهچندا آهن تہ جيرو انهن کي رت جا پختا ڳاڙها جزا ٺاهيندو آهي. جيڪي بعد ۾ رت جي دوري ۾ شامل ٿي ويندا آهن.

**(6) ناقص جيوگهرڙا** (Defective Cells): ٻارُ جڏهن ماءُ جي پيٽ ۾ اڃا ڪچو ٻار (Foetus) هوندو آهي تہ مهڙ وارن پنجن مهينن تائين ٻارَ جو رت تريءَ ۽ جيري ۾ ٺهندو آهي تہ ان وقت ئي رت جي ڳاڙهن جزن جا جِيوَگهرڙا ناقص ٺهڻ ڪري ٻارَ کي ڄمڻ کانپوءِ ٿيليسيماجي بيماري ٿئي ٿي.

**(ب) ٿيليسيميا جا قسم** (TYPES OF THALASSAEMIA):

(1) **عام ٿيليسيميا** (Hetrozygote Minor Thalassaemia): هن قسم جي ٿيليسمياگهڻي ڀاڱي موروثي يا جينياتي ٿيندي آهي. هن قسم جي ٿيليسميا کي نر ماد واري (Autosomal Thalassaemia) پڻ چئبو آهي. هن قسم جي ٿيليسميا جيتوڻيڪ ٻار سان سڄي عمر گڏ هلندي (Carries) آهي، پر گهٽ نقصانڪار هوندي آهي.

(2) **مهلڪ ٿيليسيميا** (Homozygus Major Thalassaemia): هن قسم جي ٿيليسميا ٻار کي تڏهن ٿيندي آهي جڏهين خود ٻار جي پنهنجي رت ۾ خلل هوندو آهي. هن قسم جي ٿيليسميا تمام گهڻي مهلڪ هوندي آهي. جنهن ۾ ٻارَ پنهنجي زندگي وڃائي ويهندا آهن.

**ٿيليسيميا جون علامتون** (CLINICAL SYMPTOMS):

(1) ٻار کي رت جي گهٽتائي Anemia هوندي آهي.

(2) ٻارَ جو منهن ڦڪوءِ ڦلڙو ٿي ويندو آهي ۽ منهن تي آموس هوندي آهي.

(3) ٻار جي ٻڪ مُٺل هوندي آهي.

(4) ٻار جي جسماني اوسر دير سان ٿيندي آهي

(5) ٻار جي منهن جي هڏن ۾ سور ٿيندو آهي، ڪيترن ٻارن جي منهن جا هڏا وڏي يا ٽيڏا ٿي ويندا آهن.

(6) ٻار جي تري وڌيل، سڳل هوندي آهي. ڪيترن ٻارن جي تريءَ ۾ سور هوندو آهي. جڏهن هيءَ بيماري مهلڪ بڻجي ويندي آهي تہ مريض ۾ هي علامتون ظاهر ٿينديون آهن.

(7) ٻار جي جسم جون مشڪون ڪمزور ٿي نسبي وينديون آهن تنهنڪري ٻارَ جو جسم ڦلڙو، ٻانهون ۽ ٽنگون سنهيون ٿي وينديون آهن ڪيترن ٻارن جون ٽنگون ڦري وينديون آهن.

(8) ٻار کي سائي يرقان ٿي پوندو آهي

(9) تري پنهنجو قدرتي فعل ڇڏي ڏيندي آهي.

(10) ٻار جي تري وڏي وڃڻ ڪري ۽ پنهنجو قدرتي فعل نہ ڪرڻ ڪري دل ۽ جيرو وڏي ويندا آهن. يا جيري جي تاندورن جي سوس جي بيماري (Liver Cirrhosis) ٿي پوندي آهي.

(11) ٻارَ جون بڪيون ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏينديون آهن.

(12) ٻار کي پيشاب ڀُوڙهي رنگ جو ايندو آهي. جنهن ۾ تمام گهڻي پروٽين (البيومين) ايندي آهي.

**(ت) ليبارٽري ٽيسٽ** (PARHOLOGICAL TEST): هتي اسانجي ملڪ ۾ هن مرض جي تشخيص (Diagnosis) جي لاءِ تہ رڳو رت جي CBC، يا Blood CP يا وري Haemotology Test ورتي ويندي آهي. پر سڌريل ملڪن ۾ ٿيليسميا جي جاچ لاءِ آئمنيوٽڪ فلوڊ ٽيسٽ Amnoitic Fluid Test ورتي ويندي آهي. جنهن ۾ ٻار جي اور Placenta يا ٻار ۽ آئمنيوٽڪ فلوڊ جنهن ٿيلهيءَ SAC ۾ هوندا آهن تہ ان ٿيلهيءَ مان پاڻيٺ جو نمونو وٺي اها ٽيسٽ ڪئي ويندي آهي تہ ٻارَ کي ٿيليسميا جي بيماري آهي يا نہ؟ جي آهي تہ اها ڪهڙي قسم جي آهي، عام ٿيليسميا آهي، يا مهلڪ ٿيليسيما آهي.

**مونجهاري وارين (نازڪ) حالتون** (COMPLICATE CONDITIONS):

(1) هٿرادو رت چاڙهڻ (Blood Trasfussion) ڪري رت ۾ آئرن (Iron) جو مقدار وڌي ويندو آهي. جنهن جو سبب تريءَ جو وڏي وڃڻ (Splenomegogy) ڪري تري پنهنجو قدرتي فعل ڪري نہ سگهڻ آهي. جڏهين رت ۾ آئرن جو مقدار وڌي ويندو آهي تہ جسم جي گهڻن عضون (خاص ڪري دل، جيري ۽ بڪين) جي اوجن (Tissues) کي ڇيهو رسندو آهي، تنهنڪري اُهي عضوا ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏيندا آهن.

**تِري وِڍي ڇڏڻ** SPLENECTOMY: جڏهن تري گهڻن سببن جي ڪري پنهنجو قدرتي فعل درست ڪري نہ سگهندي آهي تہ ان ۾ سڄي جسم جا زهريلا ، ڪيميائي مادا ۽ جيوڙا اچي گڏ ٿيندا آهن. جنهن جي ڪري تري وڏي ويندي آهي. جنهن کي وڍي ڪڍي ڇڏبو آهي. نتيجي طور جسم ۾ زهريلا، ڪيميائي مادا ۽ زهريلا جيوڙا گڏ ٿيڻ ڪري، جسم ۾ روڳ وارين حالتون پيدا ٿينديون آهن. جنهن جي ڪري ٻارَ جو رت زهريلو ٿي ويندو آهي.

(2) ٻار جي رت ۾ جڏهن پروٽين جي گهٽتائي ٿيندي آهي. يا رت جي ڳاڙهن جزن ۾ پروٽين مرڳو نہ هوندي تہ ان حالت ۾ ٻار جي آڪسيجن ۽ ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ جو عمل درست ٿي نہ سگهندو آهي. جنهن جي ڪري ٻار کي ساهہ ۾ تنگي، سهڪ ۽ دل تي وزن ٿي پوندو آهي.

(3) ٻار جي جسم ۾ جڏهين ٿيليسميا جي بيماري ڊيگهاري ٿي ويندي آهي تہ ان حالت ۾ ٻارن جي هڏن جي ڀُرڻ (Osteoprosis) جو عمل ٿيندو آهي.

**ٿيليم** (Thallium): ٿيليم هڪ اڄو ڌاتي عنصر آهي. هن جي علامت TI، ايٽمي نمبر 81 ۽ ايٽمي وزن 204.37 آهي. دوري جدول (Periodic Table) ۾ هن عنصر کي IIIA گروپ ۾ رکيو ويو آهي. هن نرم ڌات جو پگهرڻ پد 302.5 درجا سينٽي گريڊ ۽ ٽهڪڻ پد 1460 درجا سينٽي گريڊ آهي.




زمين ۾ ٿيليم جو مقدار 0.00006 سيڪڙو آهي. هي ڌاتو گهڻو ڪري آئرن (لوهه)، ڪاپر (ٽامي)، سلفائيڊ ۽ سيلينائيڊ جي ڪچ ڌاتن ۾ ٿوري مقدار ۾ ملندو آهي. ٿيليم جي معدنيات اڻلڀ آهي. عام طور تي ٿيليم کي ڳارڻ جي لاءِ نائٽرڪ ائسڊ استعمال ڪيو ويندو آهي. ٿيليم آڪسائيڊ هڪ سادو پائوڊر آهي ۽ ٿيليم هائيڊرو آڪسائيڊ هڪ طاقتور اساس آهي. جيڪو فضا مان ڪاربن ڊاءِ آڪسائيڊ حاصل ڪندو آهي. ٿيليم نامياتي ڌاتو مثال: R,Tl ،R,TlX ۽ RTlX, ناهيندو آهي. جڏهن تہ R الڪائل ۾ ايرائل گروپ ۽ X هيلوجن کي ظاهر ڪندو آهي. هي عنصر سَر وليم ڪروڪس (Sir William Crookes) 1801 ع ۾ انگلينڊ مان ڳولي لڌو هو.

**ٿي نہ سگھيس شاعر** (ڪتاب): هي ناليواري ليکڪ ۽ شاعر نصير مرزا جي سموري شاعريءَ جو گڏيل مجموعو آهي. جيڪو ڪويتا پبليڪيشن حيدرآباد 2007 ع ۾ شايع ڪيو آهي. هن ڪتاب کي وڏي عقيدت منجهان نثار حسيني جي نالي ڪيو ويو آهي. جڏهن تہ ناليواري شاعر امداد حسينيءَ هن ڪتاب جو مهاڳ لکيو آهي. هن ڪتاب جو پيش لفظ سنڌي ٻوليءَ جي نامياري ڪهاڻيڪار ۽ شاعر شيام جئہ سنگهاڻيءَ لکيو آهي. هي ڪتاب پڪي جلد ۽ اعليٰ ڇپائيءَ سان گڏ 184 صفحن تي مشتمل آهي. جنهن جي قيمت 150 روپيہ آهي.




**ٿيوڊر روز ويلٽ** (Theodore Roosevelt): ٿيوڊر روز ويلٽ کي روس ۽ جپان ۾ لڳل جنگ ۾ ٺاڪاڙي ڪري جنگ ختم ڪرائڻ جون ڪوششون وٺڻ تي 1906 ع ۾ نوبل انعام ڏنو ويو هو. روز ويلٽ آمريڪا جو پنجون نائب صدر ۽ ڇويهون صدر منتخب ٿيو. پاڻ 27 آڪٽوبر 1858 ع تي نيويارڪ ۾ ڄائو. 1880 ع ۾ هارورڊ يونيورسٽيءَ مان گريجوئيشن ڪيائين. 1882 ع کان 1884 ع تائين نيويارڪ اسٽيٽ جي اسيمبليءَ جو رڪن رهيو. 1886 ع ۾ صدر بنجمن هيريسن (Benjamin Harrison) ٻيهر کيس آمريڪا جي سول سروس ڪميشن جو ميمبر چونڊيو، اتان استعيفيٰ ڏنائين. بعد ۾ کيس نيويارڪ جي پوليس ڪمشنر جي بورڊ جو صدر ڪيو ويو. بعد ۾ صدر وليم مڪينلي کيس بحريہ جو اسسٽنٽ سيڪريٽري مقرر ڪيو. 1897 ع ۽ 1898 ع ۾ اتي خدمتون سرانجام ڏيڻ کان پوءِ اسپين ۽ آمريڪا جي وچ ۾ ڇڙيل جنگ ۾ شريڪ ٿيو. انهي جنگ ۾ کيس "رف رائيڊرز" (Rough Riders) جي ڪمانڊر جي حيثيت ۾ چڱي شهرت ملي. جنگ جي خاتمي کان پوءِ کيس نيويارڪ شهر جو ڪمشنر ۽ گورنر ڪري رکيو ويو. هن بدعنوانين ۽ ڏوهن خلاف نهايت شاندار ڪم ڪري ڏيکاريو. چيو وڃي ٿو تہ روز ويلٽ مان جند ڇڏائڻ لاءِ روز ويلٽ کي ريپبلڪ پارٽيءَ جي اڳوائڻ سال 1900 ع ۾ وليم مڪينلي سان گڏ صدارتي اميدوار طور بيهاريو. پر اها اليڪشن هٿي کٽي ويا. روز ويلٽ نائب صدر جڏهن تہ مڪينلي صدر ٿيو. مڪينلي جي قتل کان پوءِ آمريڪا جي صدارت جون واڳون سنڀاليائين. هي آمريڪا جو ننڍي ۾ ننڍي عمر وارو صدر چيو وڃي ٿو. 1904 ع جي صدارتي چونڊن ۾ پاڻ صدارتي اميدوار طور بيٺو ۽ ڪامياب ٿيو. پنهنجي صدارتي مدي جي آخر ۾ هن ڪولمبيا جي خلاف وڙهندڙ باغين جي مدد ڪئي تہ جيئن پاناما آزاد ملڪ جي حيثيت ۾ نقشي تي اڀري اچي. چوڻ تہ ائين ٿيڻ سان آمريڪا جي لاءِ پاناما جي نهر کوٽڻ يقيني ٿي ويئي. سندس خيال هو تہ هي آبي رستو آمريڪي بحريہ کي زياده مضبوط ۽ فعال بنائڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪندو. هن ماحوليات ۽ قدرتي وسيلن ۾ بہ گهڻي دلچسپي ورتي. خارجہ پاليسين ۾ هن روس-جاپان جنگ ختم ڪرائڻ لاءِ ڌرين جي وچ ۾ ٺاڪاڙيءَ جو زبردست ڪردار ادا ڪري جنگ جو خاتمو ڪرايو جنهنڪري کيس 1906 ع ۾ نوبل امن انعام ڏنو ويو. ڪنهن بہ ميدان ۾ آمريڪا کي ملندڙ هي پهريون نوبل انعام هو. 9 نومبر 1906 ع تي پاناما ۾ کوٽجندڙ نهر جي جائزي وٺڻ لاءِ هن پاناما جو دورو ڪيو. صدارتي دوري تي ٻاهر وڃڻ وارو هي پهريون آمريڪي صدر هو ۽ هوائي جهاز تي سفر ڪرڻ وارو بہ هي پهريون آمريڪي صدر هو. تمام گهڻي مقبوليت جي باوجود بہ هن 1906 ع ۾ ٿيندڙ صدارتي اليڪشن ۾ حصو نہ ورتو ۽ پنهنجي پراڻي دوست وليم هووارڊ ٽافٽ کي اهو سوچي موقعو ڏنو تہ سندس مشن کي اڳتي وڌائيندو. پر ائين ٿي نہ سگهيو. ٽافٽ سندس کنيل قدمن جي خلاف قدم کنيا. جنهنڪري سندس دل ڏکي ٿي. مجبور ٿي هي 1912 ع واري اليڪشن ۾ پروگريسو پارٽيءَ طرفان صدارتي اميدوار لاءِ بيٺو. 14 آڪٽوبر تي ملٽس بروسڪونس ۾ ناڪام قاتلاڻو حملو ٿيو. طئي شده پروگرام کي جاري رکڻ لاءِ هن سيني مان گولي ڪڍائڻ بنا تقرير ڪئي. ڊاڪٽرن جو خيال هو تہ گولي ڪڍڻ وارو آپريشن هن جي جان وٺي سگهي ٿو. ان لاءِ مرڻ گهڙي تائين گولي سندس سيني ۾ رهي. پر هي اها اليڪشن بہ کٽي نہ سگهيو. وري 1916 ع ۾ ووڊرو ولسن جي خلاف صدارتي اميدوار طور بيٺو. جنهن کي هي سخت ناپسند ڪندو هو. پر هن پيري بہ هارائي ويو. هي 6 جنوري 1919 ع تي ناسان ڪائونٽي (Nassan County) ۾ وفات ڪري ويو. بين الاقوامي معاملن ۾ روز ويلٽ جو يقين هو تہ ڪمزور قومون مٽجي وينديون ۽ صرف طاقتور قومون بچي سگهنديون. هن جي دور ۾ آمريڪا بحريہ وڏي قوت تي اڀري.



**ٿيوو فقير لاشاري**: ٿيوو فقير لاشاري ميان نصير محمد ڪلهوڙي جو مريد، وڏو بهادر ۽ دلير شخص هو. هن ميان طرفان ڪيترين ئي جنگين ۾ حصو ورتو. سندس فرزند فتح فقير عرف ڦتو فقير، ميان يار محمد جي خاص اميرن ۾ شامل هو. هن وقت سندس پونئير دادو شهر جي ڏکڻ اوڀر جي ڪنڊ تي اٽڪل ٽن ميلن جي مفاصلي تي جيئند لاشاريءَ جي ڳوٺ ۾ رهن ٿا. سندن چڱو مڙس رئيس غلام حسين لاشاري آهي.

# ٽ

**ٽاٽ**: هڪ قسم جو ٿلهو ۽ کهرو ڪپڙو، جيڪو استر طور ڪم ايندو آهي. ٽاٽ جي لفظي معنيٰ ’سخت‘ آهي، اُن ڪري اصطلاحي طور بدن ۾ موڙ يا سُور جي سٽ پوندي آهي ته ان کي ’ٽاٽ اُپڻ‘ چئبو آهي.

سنڌ ۾ ٽوپين جي بناوت ۾ پڻ ’ٽاٽ‘ استعمال ڪيو ويندو آهي. انهن ٽوپين کي ’ٽاٽ واري ٽوپي‘ چيو ويندو آهي. اهي ٽوپيون اڄ به سنڌ جي مختلف علائقن، خاص ڪري اُتر سنڌ ۾ استعمال ڪيون وڃن ٿيون.

**ٽاٽ**: سخت نوڙين، ٻاجهڪي جي ڏاڳن ۽ اڪ جي سُڪل ڪاٺين جي اَڪواري مان ٺاهيل وڏو نوڙ، جنهن ذريعي فصل کي ڇيهو رسائيندڙ پکين کي اُڏارڻ لاءِ ٺڪاءُ ڪيو ويندو آهي. اهو عمل جهار هڪلڻ جو هڪ نمونو آهي. اهي ٽاٽ عموماً ٽرجا هاري استعمال ڪندا آهن.

**ٽاٽا، جمشيد**: جمشيد ٽاٽا، گجرات هندوستان جي ڏاکڻي ڳوٺ نوساري (Navasari) ۾ 1839ع ۾ پيدا ٿيو. سندس پيءُ جو نالو نسروانجي ۽ ماءُ جو نالو جيون ٻائي هو. نسروانجي ٽاٽا جو پارسي ٻاون واري فئملي سان تعلق هو جيڪي آتش پرست پارسي هئا. نسروانجي پنهنجي خاندان ۾ پهريون ماڻهو هو، جيڪو واپار خاطر ڳوٺ مان لڏي ممبئي آيو. 14 سالن جي عمر ۾ جمشيد کي مشهور ڪاليج ايلفنسٽن ۾ داخل ڪيو ويو. جتان 1858ع ۾ ڊگري وٺي پيءُ جو ڪاروبار سنڀالڻ لڳو. جمشيد پنهنجي وطن جي ترقيءَ لاءِ وڏي محنت ڪئي. سندس ڪيتريون ئي فيڪٽريون



جمشيد پور ۾ آهن، جن کي ”ٽاٽا نگر“ به چون ٿا. جمشيد ٽاٽا اهو ماڻهو آهي جنهن ٽاٽا ڪمپني شروع ڪئي. جنهن جون لاريون ۽ ٽرڪون انڊيا کان ايران، ملائيشيا، عرب ملڪن، سينگاپور، انڊونيشيا ۽ ٻين ڪيترن ئي ملڪن کي برآمد ڪيون وڃن ٿيون. ان کان علاوه ٽاٽا ڪمپني چانهه، لوهه جون شيون، ڪپڙي ۽ اليڪٽران جي سامان ٺاهڻ کان مشهور آهي. ٽاٽا ڪمپني جا ايڏا ته ڪارخانا آهن جو بهار صوبي جي جهارکنڊ رياست جو هڪ شهر جمشيد پور سڏجي ٿو. جمشيد جي ڳوٺن ۾ ڪارخانا ۽ فيڪٽريون لڳائڻ سان نه فقط هزارين نوڪريون مهيا ڪيون، پر هن ٻين ڪارخانيدارن ۽ واپارين لاءِ پڻ راهه هموار ڪئي. هن جو وڏو ڪارنامو تاج محل پئلس نالي هوٽل قائم ڪرڻ هو. هن هوٽل کان اڳ وائٽس اهڙي قسم جي وڏي هوٽل ليکبي هئي، جنهن ۾ مقامي هندوستاني ماڻهن جي داخلا بند ٿيل هئي. تاج محل پئلس هوٽل 1903ع ۾ جڙي راس ٿي. ان وقت جي حساب موجب هن هوٽل تي 42 ڪروڙ روپيا خرچ ٿيو. هن هوٽل ۾ 42 سوٽس ۽ 12 ڪمرا اهڙا آهن جن ۾ 25 کان 500 ماڻهن جي ويهڻ ۽ کائڻ پيئڻ جو بندو بست ٿي سگهي ٿو جڏهن ته 565 رهائشي ڪمرا الڳ آهن. ان کان سواءِ به ٽاٽا وارن جو هندوستان ۽ دنيا جي ٻين ڪيترن ئي ملڪن ۾ هوٽلن جو ڪاروبار آهي. انڊيا ۽ ٻين ملڪن ۾ 80 هوٽلون، 7 محلات، 6 ذاتي بيٽ ۽ 12 ريسٽورنس (Restorts) آهن.

جمشيد نسروانجي 1904ع ۾ وفات ڪري ويو. حالانڪ پاڻ ڪاروباري ماڻهو هو پر هن جي دوستي لالا پائي نورو جي ۽ فيروز شاهه مهتاب جهڙن قوم پرستن سان هئي. هن وقت سندس ڪاروبار سندس پونيئر سنڀالي رهيا آهن.

**ٽاٽڙي**: ضلعي لاڙڪاڻي جي تعلقي ڏوڪريءَ ۾ هڪ تپي ۽ هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ٽاٽڙي، خير محمد ميمڻ، سالار ڪلهوڙو، جکرا، راضي ڏکڻ، احمد ڪلهوڙو ۽ ڪاليائي جهتيال. هن ديهه ۾ ’ٽاٽڙي‘ نالي ڳوٺ ۾ پرائمري اسڪول موجود آهي.

- ٽاٽڙي، ليمي جي رس کي به چئبو آهي.
- ٽاٽڙي ذات جو نالو به آهي.

**ٽاٽڪا**: ٽاٽڪا ضلعي ٺٽي ۾ هڪ ذات آهي. هن ذات جو ڳوٺ ٺٽي شهر جي ڏکڻ اولهه ۾ اٺن ڏهن ميلن پنڌ تي آهي. انهي ڳوٺ لاءِ مشهور چوڻي آهي ته: ”ٽاٽڪن جون ٽِٽيون، ويندي جي ويرم.“

**ٽاپ**: مينهن جو عمر جي حساب سان قسم آهي، جنهن کي ٽهاڻ يا ٽنڊي وڇير به چوندا آهن.

**ٽاپ**[2] (Top): انگريزيءَ جو لفظ ٽاپ، سنڌيءَ ۾ هڪ استعمال چوڻي. واهه ۽ بند جي ڪنارن وارو سڌو رستو، جنهن سان ڳوٺاڻن جي اچ وڃ ٿئي.

**ٽاپرو**: اهڙو ماڻهو، جيڪو ٻين ماڻهن کي پيڙون يا زور ڏئي. تيل مالش ڪندڙ نوڪر کي به ٽاپرو سڏيو ويندو آهي.

**ٽاپري**: ٻڪري مال جو هڪ نسل، جنهن جي سڃاڻپ ”ٻري ٻڪري“ آهي. حيدرآباد، ميرپورخاص، سانگهڙ ۽ بدين ضلعن ۾ هن نسل جون ٻڪريون پاليون وڃن ٿيون. هن نسل جي ٻڪرين جو رنگ ڳيڙو، ناسي يا ڳاڙهو پورو هوندو آهي، ان ۾ اڇي رنگ جا پَهَرو به شامل آهن. هن نسل جي ٻڪرين جو مٿو، ڪن، ڪنڌ، اوهه ۽ ٿڻ ننڍا ٿين ٿا ۽ اڪثر جاڙا ڦَرَڏين ٿيون. هي نسل جلد وڏو ٿئي ٿو ۽ خاص ڪري گوشت لاءِ پاليو وڃي ٿو.


ٽاپري نسل جي ٻڪري

**ٽاپن راند**: دلن، ڦيلهين، مٽن، طباخن، ڏڪڻين، ڏڪڻن وغيره مان ٺڪر ٺڪرن جا پچي هٽ ڪري، انهن کي گهڙي گول چڪرا ٺاهيا ويندا آهن، جيڪي دبوءِ راند جي ۽ ٻين سارين وانگر ڏسڻ ۾ ايندا آهن. انهن کي ٽاپون سڏبو آهي. اهڙا ٽاپون ٻار پاڻ محنت ڪري ٺاهيندا آهن. پوءِ رانديگر لهي ايندا آهن راند جي ميدان تي. هڪ رانديگر پنهنجا چار ٽاپون وچ تي رکندو آهي ۽ ٻئي کي انهن جي ڪٽڻ جو وجهه ڏيندو آهي. ڪٽڻ وارو رانديگر راند شروع ڪرڻ مهل پنهنجو هڪ ٽاپون مٿي هوا ۾ اڇلائي پوءِ هيٺين ٽاپن مان هڪ ٽاپون ڪٽڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. مگر هن کي هيٺين ٽاپون، ڪٽڻ لاءِ شتابي ڪرڻي پوندي آهي ۽ اهڙي جلدائيءَ کان ڪم وٺندو آهي جو جيستائين سندس هوا ۾ اڇلايل ٽاپون زمين تي پهچي، ان کان اڳ هيٺيون ٽاپون ڪٽي مٿان ايندڙ ٽاپوءَ کي روڪي جهٽي وٺندو آهي. جيڪڏهن ائين ڪري نه سگهيو ۽ سندس اڇلايل ٽاپون پٽ تي

ڀڃجي ويو تہ ڪاٽو ٻر جي هيٺيون ٽاپون کٽي ورتائين ۽ مٿئين کي پٽ تي ڪرڻ کان بچائي ورتائين تہ پوءِ ڪنيل ٽاپون ڪيس انعام طور بخشيو ويندو نہ تہ سندس ٽاپون ڇنو. اهڙيءَ طرح اها راند هلندي رهندي. جيستائين سڀ ٽاپون پورا نہ ٿي وڃن.

ٽاپوءَ راند ٻيءَ طرح بہ ٿيندي آهي. انهيءَ راند ۾ ڇا ڪبو آهي جو چار پنج ٽاپون هڪ ٻئي مٿان رکي هٿ جي تريءَ تي رکبا آهن. پوءِ انهن کي ٿورو مٿي اڇل ڏئي ساڳي هٿ جي پٺيءَ تي جهلڻ جي ڪوشش ڪبي آهي. ڀيرئين دفعي اڇلڻ ۽ جهلڻ سان جيڪي ٽاپون هٿ جي پٺيءَ تان ڪري پيا سي ڇنا. باقي جيڪي هٿ جي پٺيءَ تي جهلجي سگهيا، سي وري ٻئي دفعي ساڳيءَ طرح اڇلائي هٿ جي تريءَ تي جهٽبا. وري بہ جيڪڏهن ڪو ٽاپون ڪري پيو تہ ڇنو. باقي ٻنهي اڇلن بعد جيڪي بچيا سي جڻ تہ کٽيا ويا. هيءَ راند چڱي وندرائيندڙ آهي. ان کان سواءِ هن راند ۾ چستي پيدا ٿيڻ سان گڏ صحيح نشان مقرر ڪرڻ جي تربيت بہ ملي ٿي ۽ ٽائيم جي حدن اندر ڪم ڪرڻ جو تجربو ٿئي ٿو.

**ٽاپو راند:** ٻارن جي هڪ راند، جنهن ۾ پٽ تي ليڪا ڪڍي خانا (گهر) ٺاهبا آهن. هيءَ راند ٻار يڪي سر يا ٽوليون ٺاهي کيڏندا آهن. پنهنجي واري تي ٽاپو (گول ٺڪريءَ) نمبرواري خاني ۾ اڇلائبو آهي ۽ هڪ ٽنگ مٿي ڪٽي، ٻيءَ ٽنگ جي پير سان ٻڌ ڏئي خاني ۾ گهڙبو آهي ۽ ٽاپوءَ کي ٽُڏي سان ٻاهر ڪڍبو آهي. جيڪڏهن سيني خانن مان واري واري سان ٽاپوءَ کي ٻاهر ڪڍيو ويو تہ پوءِ ڀيرئين خاني ۾ ٻار ٻئي پير ٻڌندو آهي ۽ اهو خانو ان ٻار جو ٿيو ۾ ٽاپو جيڪڏهن پاسن وارين ليڪن (گهوڙين) کان ٻاهر ويو يا ڪنهن خاني جي ليڪي تي پيو يا ٻار جو پير ڪنهن خاني جي ليڪي تي پيو يا ٻار جو پير ڪنهن بہ ليڪي تي پيو تہ اهو ڪاپي پوندو ۽ پوءِ وري ٻيو ٻار وارو وٺندو. جيڪو ٻار يا ٽولي گهڻا گهر (خانا) ٻڌندو، اهو راند کٽندو. سنڌ جي هيءَ هڪ قديم راند آهي. هن راند ۾ ذهن ۽ جسم ٻنهي کان ڪم وٺڻو پوندو آهي. هيءَ راند ڇوڪريون توڙي ڇوڪرا گڏجي يا ڌار ڌار بہ کيڏندا آهن. هن راند سان ملندڙ جلندڙ رانديون سڄيءَ دنيا ۾ رائج آهن. راند جو نقشو هن ريت آهي:

ٽاپو راند جو نمونو

**ٽاپي:** اُٺ يا گهوڙي جي تکي ڊوڙ کي چئبو آهي. ان حوالي سان ٽاپيءَ واري گهوڙي کي "ٽپال" گهوڙو چوندا آهن. انهيءَ نسبت سان ماڻهوءَ جي تکي ڊوڙ کي بہ ڪنائي طور "ٽاپي" چوندا آهن.

**ٽاجوئا:** ٿر ۾ عورتون ۽ جوان ڇوڪريون، پنهنجي سينگار ۽ ٺاهہ ٺوهہ لاءِ جيڪي نمونا اختيار ڪنديون آهن، تن مان "ٽاجوئا" ڪٽڻ بہ هڪ اهم دستور آهي. چِلهہ جو اگر ڪنهن ٺڪر جي ٽانءَ ۾ پاڻيءَ سان ڳهاٽو ڳاري مس جهڙو ٺاهبو آهي، پوءِ سنهي ننڍي ڪاٺي جي چيڙي تي ٿوري ڪپهہ ويڙهي، اُن ڪاراڻ مان هوڙي بدن جي جنهن حصي تي ٽاجوئا ڪٽڻا هوندا آهن، اتي ٻُڙيون ٻُڙيون ڪري مٿان پرت جي سُئيءَ جي ڇهنب آهستي آهستي هٽنديون وينديون آهن، تان جو اها ڪاراڻ چمڙيءَ اندر ٻيهي ويندي آهي ۽ ڪارا داغ پڪا ٿي ويندا آهن. جي پوءِ ڌوپڻ سان بہ نہ لهندا ۽ مرڻ گهڙيءَ تائين بيٺا هوندا آهن. پڪن ٿيڻ تي چمڙيءَ ۾ ٿوري سوڄ ٿيندي ۽ اڦرڪي ٻيهندي، جا ٻن ٽن ڏينهن بعد لهي ويندي. ٻہ ٺڪري کوسي ڪري ان سان سيڪ ڏينديون آهن تہ سوڄ لهيو وڃي. ٽڙين سان ٽڪندا، چوڪندا، گول ۽ ٻيا ڪئين ڇنساليءَ جا نمونا ٺاهينديون آهن. ڪي ڇوڪريون وري مور، جهرڪيون ۽ ٻيون پکين جو شڪليون ليڪن ۾ ڪڍي، اهڙيءَ طرح سئيءَ سان پکيون ڪري ڇڏينديون آهن. اهي ٽاجوئا هٿن جي آڱرين جي پٺ، ٻانهن جا ٻُڪ، ڄاڙيءَ ۽ ڳلن تي ٽِڪا، ڪن جي اڳيان ۽ مٿيرو، پيرن جي چوڌاري ۽ پنين تي ٺاهبا آهن. هاڻي پڙهيل طبقي ۾ اهو رواج ڪونہ آهي، مگر ٻهراڙين ۾ اجا آهي.هن عمل کي سنڌيءَ ۾ "ڏينيوريون" بہ چئبو آهي. جڏهن تہ هاڻي يورپ ۽ آمريڪا ۾ ٻانهن ۽ جسم جي مختلف حصن خاص ڪري پٺن ۽ سيني تي گل ڦل ۽ ٻيا اهڙا نشان مشين ذريعي کوٽايا ويندا آهن ۽ انهن کي Tatooes چوندا آهن ۽ ان عمل کي Tatooing چئبو آهي.



هڪ ٿاري ڇوڪريءَ جي چهري تي ٽاجوئا

**ٽاچڻي:** پالش ٿيل ٽانڪٽي يا ٽنبڪي، جنهن جي هڪ پاسي ڇهنب ۽ ٻئي پاسي مٿو ٿيندو آهي. ٽاچڻي ٻن يا ٻن کان وڌيڪ ڪاغذن کي ٽُنبي گڏ رکڻ لاءِ ڪم ايندي آهي. اسان جي ملڪ ۾ ابتدا ۾ سرڪاري لکپڙهہ لاءِ ڪم ايندڙ پنن کي ملائڻ لاءِ ٽاچڻين بدران 'ٻير' ۽ 'ديويءَ' جا ڪنڊا استعمال ڪيا ويندا هئا. پاڪستان جي قيام واري ابتدائي دؤر ۾ ٽاچڻيون چين مان گهرايون وينديون هيون.

**ٽاڊ جيمز** (James Tod): انگلستان جو ليکڪ ٽاڊ جيمز 1782ع ۾ انگلستان ۾ ڄائو. هو انگلستان مان تعليم حاصل ڪري ايسٽ انڊيا ڪمپني ۾ نوڪري ڪرڻ لاءِ هندستان آيو. هن 5 سال، 1812ع کان 1817ع تائين گواليار جي ريزيڊنسي ۾ گذاريا ۽ راجستان جي باري ۾ وڏي معلومات گڏ ڪئي. هو مغربي راجپوتن جي رياستن جو 1818ع کان 1823ع تائين پوليٽيڪل ايجنٽ رهيو. ان کان پوءِ ٽاڊ جيمز انگلستان هليو ويو جتي هن کي رائل ايشيائٽڪ سوسائٽي جو لائبريرين مقرر ڪيو ويو. ان دور ۾ هن "راجستان" جي نالي سان هڪ ڪتاب لکيو،جيڪو گهڻو مشهور ٿيو مغربي هند جي سياحت جي سلسلي ۾ هن جو سفرنامو بہ گهڻو مشهور آهي. ٽاڊ جيمس 1835ع ۾ گذاري ويو.

**ٽاڏو واءُ:** هي ٻيڙياتن جو اصطلاح آهي. هڪ طرفي واءُ يا هوا کي 'ٽاڏو واءُ' چوندا آهن، جيڪو ٻيڙيءَ کي هلڻ مهل رنڊائيندو آهي. ان قسم جو واءُ ملاحن لاءِ منجهائيندڙ هوندو آهي. اهڙي واءُ لڳڻ جي صورت ۾ ملاح ٻيڙي کي اڳتي هلائڻ لاءِ ونجهہ بہ استعمال ڪندا آهن تہ جيئن ٻيڙيءَ کي اڳتي هلائي سگهن.

**ٽاراجو:** تعلقي ڪپري جي هڪ ديهہ جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

عاقلاڻي فقير هڱورجو (عارب آريسر)، ٻائي خان هڱورجو (وليداد هڱورجو)، حاجي جان محمد هڱورجو (دلو)، محمد حيات هڱورجو (سليمان هڱورجو)، حاجي محمد قاسم هڱورجو ناگناهہ ۽ قاسم درس.

**تارپين/ تارپين** (Turpantine) : هڪ قسم جو ڪيڙا مار تيل آهي، جنهن جو رنگ اڇو ياٽيءَ جهڙو ۽ بوءِ تيز ٿيندي آهي. هي تيل ڪليل هوا ۾ اڏامي ويندو آهي. هيءَ تيل جراثيم ڪش آهي. تنهنڪري جانور جي ٻاهرئين توڙي اندرئين زخم جي ڪيڙن کي مارڻ لاءِ استعمال ڪندا آهن. جانورن جي پيٽ ۾ گول ڪيڙن کي آنڊن ۾ ختم ڪرڻ لاءِ به تارپين تيل پياريو ويندو آهي. تارپين ڪاٺيءَ جي پالش ڪان سواءِ پينٽنگ ۾ پڻ ڪم ايندو آهي.

**تارچر سيل جي شاعري** (ڪتاب): هي ڪتاب لاڙڪاڻي جي شاعر ڊاڪٽر 'اديب انقلابي' جي مزاحمتي شاعريءَ تي مشتمل آهي، جيڪا شاعر ڏيڍ سال قيد تنهائيءَ ۾ رهڻ دوران ڪئي هئي.

سنڌي ساهت گهر حيدرآباد پاران 1996ع ۾ شايع ٿيل پڪي جلد سان، 134 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 100 روپيا آهي.



**تارو**: لئيءَ جي وڻ جي سنهي شاخ، لام يا ننڍڙي وڻ کي "تارو" چوندا آهن لئيءَ جي سنهين تارين کي به "تارو" ڪوٺبو آهي. جيڪو وقتي طرح رستي، ٻارِيا ميدان کي صاف ڪرڻ لاءِ ڪم ايندو آهي، لئيءَ جي تاريءَ مان ٺهيل شيءِ کي به تارو چئبو آهي.

**تارو ڪپڻ**: شاديءَ جي هڪ رسم جو نالو. اها رسم ٿر جي هندن ۾ رائج آهي. ڄڃ جي روانگيءَ کان ٿورو پهرين، گهوٽ کي گهر کان ٻاهر آڻي، اُتر طرف منهن ڪري ويهاري، ڪنديءَ يا ٻي ڪنهن وڻ جي تاري گهوٽ کي اڳيان زمين تي کوڙيو آهي. تاري ڪپڻ کان پهرين گهوٽ ان کي پنهنجي هٿن سان پاڻي ڏيندو آهي. پوءِ گهوٽ، پاڻ سان ڪنيل خنجر يا چاقوءَ سان اُها تاري هڪڙي ئي ڌڪ سان ڪپي، پنهنجي مٿان پوئتي اُڇلائيندو آهي. هن رسم بابت مختلف روايتون آهن. ٿنڊي الهيار، سانگهڙ، عمرڪوٽ ضلعن ۾ اها رسم ٿوري مختلف نموني سان ڪئي ويندي آهي.

**تاريءَ جو شڪار**: هيءَ شڪار جو هڪ قسم آهي، جيڪو سرءُ جي موسم ۾ ڪيو ويندو آهي، جڏهن هيريون گل ۽ ڪچڙا ٻير ڪنديون آهن. ٻير به هن موسم ۾ ڦٽي سائو ٿيندو آهي ۽ گل به ڪندو آهي. ڦاڙها ٻير جي تاري ۽ ٻير جي گلن ڪائڻ جا شوقين هوندا آهن. شڪاري اهو وجهه جاچي، اتي ڪڏٺو يا مڏ ٺاهي بندوق ڪٺي ويهندا آهن ۽ وٽن جون تاريون ڪپي ڪڏٺن جي پرسان رکندا آهن. پهرين ڦاڙها انهن تارين کي چري، هري ويندا آهن ۽ جڏهن وري هيو دفعو موٽي ايندا آهن ته شڪار ٿي ويندا آهن.

**تاريءَ وارو ٽيڪرانو**: هي دڙو، ديهه جاڪير، تعلقي فيض گنج، ضلعي خيرپور ۾ بزرگ علي اصحابوءَ جي تربت کان ڏيڍ ميل کن جي مفاصلي تي، ديهه "بصيرو" ۾ آهي. چون ٿا ته ڪنهن زماني ۾ هتان درياهه وهندو هو ۽ اتي هڪ مياڻي هوندي هئي. اڄڪلهه هن ماڳ کي "تاريءَ وارو" ٽيڪرانو ڪوٺين ٿا.

**ٽاڪ** (Talc): ٽاڪ معدنيات جو هڪ قسم آهي. ڪيميائي لحاظ کان هي ميگنيشيم جو پاڻياٺو سليڪيٽ آهي. هن جو رنگ اڇوٽئي ٿو البته گهٽو ڪري، سائي، ڳاڙهي ۽ پوري رنگ جي عڪس ۾ به ملندو آهي. هي شفاف نظر ايندڙ پٿر ڇهڻ ۾ سٽيولڳندو آهي. فطرت ۾ اهو ذرن جي صورت ۾ دستياب ٿئي ٿو اهو عام طور



ٽاڪ

ڊولومائيٽ ۽ ٻين ٽڪرن جي ڦيريدار چوٽين تي ملندو آهي. ماهرن جو خيال آهي ته هي ميگنيشيم جي سليڪيٽ ۾ ايندڙ ڪيميائي تبديلين جي ڪري وجود ۾ اچي ٿو. ان کي ڪاغذ ٺاهڻ، پينٽ ۽ صابڻ ۾ پرائيءَ جي مادي طور استعمال ڪيو ويندو آهي. ان کان سواءِ ٽيلڪم پائوڊر ۽ ميڻ بتين ٺاهڻ ۽ برقي انسوليشن جي صنعت ۾ ڪم ايندو آهي.

**ٽاڪ**[2]: ٽاڪ، سخت زمين کي به چوندا آهن. ٽاڪ منجهند، پوري منجهند، پورن ٻپهرن ۽ سخت گرميءَ واري وقت کي به چوندا آهن.

**ٽاڪار**: هڪ قسم جو وڻ آهي، جنهن جا پن پسارکي وکر طور ڪم ايندا آهن. هيءُ وڏو وڻ ٿيندو آهي، جنهن جا پن سڪائي، ميڻديءَ سان ملائي، پيهي، مٽي جي پتن، خارش، ٻڦي ۽ ريشي ختم ڪرڻ لاءِ ڪم آڻيندا آهن. اُن وڻ جي پاڙ ۽ ڪاٺيءَ جو ڪاڙهو ڪيترين ئي بيمارين لاءِ مفيد سمجهيو ويندو آهي.

**ٽاڪاٽي**: ڪاري، ضلعي ٺٽي ۾ هڪ ڍنڍ جو نالو.

**ٽاڪر**: ننڍين ٽڪرين واري جابلو ايراضيءَ کي 'ٽاڪر' چوندا آهن. سنڌ جي ڪوهستان واري ايراضيءَ ۾ ڪٿي ڪٿي ٽاڪرو حصا هوندا آهن. جيڪي سخت پٿرن وارا آهن. جن ۾ هلڻ يا انهن کي پار ڪرڻ ڏکيو ڪم هوندو آهي، اهڙي علائقي کي ٽاڪرو 'علائقو' يا 'ٽاڪر' چئبو آهي.

**ٽاڪر**[2]: بتن جي پوڄاري، بُت پرستن کي به 'ٽاڪر' چوندا آهن.

**ٽاڪرو**: هي ٻيڙياتن جو اصطلاح آهي. ٻڏل ٻيڙيءَ کي پاڻيءَ مان ڪڍڻ واري عمل کي ٽاڪرو چوندا آهن. ڪاڪا ٻيڙي ڪناري تي پاڻيءَ ۾ پيهجي ويندي آهي. انهيءَ صورت ۾، ٻه ٻيڙيون آڻي، هڪ ٻيڙي ٻڏل ٻيڙيءَ جي هڪ پاسي ۽ ٻي ٻيڙيءَ جي ٻئي پاسي بيهاري، ٻنهي ٻيڙين جي ڪچي تي هڪ مضبوط شيڪلو يا ڪوهو رکندا آهن. انهن ۾ رسا اهڙيءَ طرح ٻڌندا آهن. جو ڪپين تي شيڪلو گول ڦرندو آهي، ٻڏل ٻيڙيءَ کي تلهي تار ٻڌي، تار جو ٻيو ڇيڙو شيڪلي ۾ ٻڌبو آهي. شيڪلو جيئن ڦرندو، تار ان تي ويڙهبي ويندي آهي ۽ ٻڏل ٻيڙي مٿي کڄندي ويندي آهي. ٻويون پاسو مٿي ڪٺي پوءِ اڳيلي وارو پاسو مٿي ڪٺندا آهن. انهي عمل کي ٽاڪرو چوندا آهن. ٽاڪري سان درياهه ۾ ڪريل ٽرڪون يا ٻيون وڏيون شيون به ڇڪي ٻاهر ڪڍي سگهبيون آهن. ٽاڪرو اڳ جڻ ڪِرين جو ڪم ڏيندو هو.

**ٽاڪرو ٻڪرو**: ٽاڪرو ٻڪرو، جنهن کي انگريزيءَ ۾ (Sindh Ibex) چون ٿا، جبل جا ماڻهو ڪٽي هن کي سرهه به چون ٿا. ٽاڪرو ٻڪر جو رنگ اڪثر پورو خاڪي ٿئي ٿو مگر سندس رنگ سدائين هڪ جهڙو نه ٿو ٿئي، مند ۽ عمر آهران ۾ تبديلي ٿيندي رهي ٿي، جيئن ته سياري ۾ رنگ ڦڪائڻ ڏانهن مائل ٿئيس ٿو ۽ ٻڍن ٻڪرن جو رنگ بلڪل جهڪو ٿي وڃي ٿو گرم موسم ۾ وري بدن تي جيڪي ڪارا پٽا اٿن سو گهٽو ڪري گم ٿي وڃن ٿا. نر جي

منهن جو رنگ ڊونهائيل بلڪ ڪارو ٿئي ٿو. ڳچي ۽ ڇاتيءَ تي به ساڳيو ڪارسرو رنگ نظر ايندو. ڳلي جي چوگرد هڪ ڪارو پٽو ٿئي ٿو. اهڙو ئي ڪارو پٽو سندس پٺيءَ جي ڪندي تائين، پچاڙيءَ تائين به ٿئي ٿو.


ٽاڪرو ٻڪرو

ٻڪر کي ننڍي موچاري ڏاڙهي به ٿئي ٿي، جيڪا ڪاڏي کان هيٺان ٻئي لڙڪندي آهي. ماديءَ کي ڏاڙهي ڪا نه ٿئي. نرجا سڱ وڏا خنجر مثل ۽ ٻوٽتي وريل ٿين ٿا. اهي نرڙ وٽان شروع ٿين ٿا. مگر جيئن ئي مٿي وڌن ٿا، تيئن هڪ ٻئي کان پنهنجو پاڻ پري رکن ٿا.

اهي اڪثر ساڍا 3 فوٽن کان 5 فوٽن تائين ڊگها ٿين ٿا. سندس چوٽي اڪثر جبلن سان گسڻ ڪري ان ۾ ڳنڍ ڳنڍ ٿين ٿا. ماديءَ جا سڱ ننڍا ٿين ٿا ۽ اٽڪل فوٽ کن ڊگها ٿين ٿا. نرجي پيٽ جو رنگ اڇيرو ٿئي ٿو ۽ پاسن کان ناسي رنگ جا پٽا ٿين ٿا. جيڪي پرين ٽنگن تائين هليا وڃن ٿا. ماديءَ جو رنگ نر کان هميشه جهڪيرو ٿئي ٿو.

ٽاڪرو ٻڪر اڪثر ڪري جبلن جي چوٽين تي رهي ٿو. سمنڊ جي مٿاڇري کان هڪ هزار فوٽن جي اوچائي کان هيٺ ورلي ڏسڻ ۾ ايندو آهي. سنڌ ۾ هميشه ۽ مکيه رهائش جو هنڌ ٻه جبل آهي. بلوچستان، افغانستان، ايران ۽ ايشيا مائينر تائين سندس اصل نسل قائم آهي. بيشڪ قدرت کيس جبلن جي ڏانو تي ناهيو آهي. ٽڪرن تان ٽپن ڏيڻ ۾ حيرت انگيز نمونا اختيار ڪري ٿو مٿان ٽپو ڏيئي جنهن هنڌ تي پير کپندس اتان هڪ انچ به نه ٿڙندو، جيئن ئي ٽپا ڏيئي بس ڪندو ۽ هڪدم بيهي ويندو. اڪثر جبلن جي چوٽين تي رهندو آهي. جيستائين لڏڪار لاچار نه ڪندي اٿس، تيستائين هيٺ نه لهندو آهي. جبلن تي پجڻ ۽ گوهين ۾ اهڙو آهي، جو پڪڙڻ ئي نه ڏئي. باقي پڌري پٽ جو تڪو نه آهي. ٽڪرن تي مٿي وري اتين چڙهندو آهي جو اڪ چنبي ۾ وڃي چوٽي تي پهچندو.

ٽاڪرو ٻڪر سياءَ جو ڏجتو مگر سدائين خبردار آهي. جيڪڏهن نماز مهل (اسر جو) اڪيلو وڃي جبل جي چوٽيءَ تي پهچبو ته پوءِ ڪٿي ڪٿي نظر ايندو. ڏينهن جو آرام جي طلب ٿيندي اٿس ته ڳولي ڳولي اوچي چوٽيءَ تي وڃي ليٽندو. سانجهيءَ جو چارڻ لاءِ ماٿري ۾ هيٺ لهندو ۽ جلد ئي وڃي مٿانهين ماڳ ٿيندو. ٽاڪر ٻڪر جو گوشت لذيذ ٿئي ٿو مگر جيئن نه اڻ لپ آهي ۽ سندس نسل جو قدرت ۾ قائم هئڻ زيبدار آهي. تنهن ڪري هن کي شڪار ڪرڻ نه گهرجي. سندس کلون تمام ڪارائتيون آهن. سندس سڱ پينو فقير ڪٺي گهمندا آهن ۽ هن کي وڄائيندا پڻ آهن. سندس پيٽ ۾ بي زهر (Zoar-Be) ٿئي ٿو جو هڪ سائي پٿر جو مثل آهي. هن جو ملهه مهانگو ٿئي ٿو چوڻ نانگ جي زهر لاءِ علاج طور ڪم ايندو آهي.

**ٽاڪرو ٻير** (Hill-Berry): هن کي عربي ۾ غبيرا، فارسيءَ ۾ سنجد، خوب داني ۽ هنديءَ ۾ سنجد چوندا آهن. هي پسارڪو ڪر آهي ۽ طبيبن کي مختلف دوائن ٺاهڻ ۾ ڪم اچي ٿو هي عناب جيڏو مگر ان کان وڏيڪ. خشڪ نشاستيدار خراساني ميوو آهي. سندس ڪکڙيون لڪيدار ٿين ٿيون.

**ٽاڪرو ٽولارو** Dunlin / *Calidris alpina*: هڪ ننڍي جسامت واري هن ٽيٽي پکيءَ جا نر ماد هڪجهڙا ٿيندا آهن. هي پکي ڏسڻ ۾ ننڍي سادي ٽيٽي جهڙو آهي. هن جي پلي سرمائي ناسي ۽ پيٽ اڇو، هن جي ڇاتيءَ تي سنها سرمائي ليڪا ٿيندا آهن. ٽنگون ۽ پير ڪارا ٿينس ٿا. ڊگهي چهنب جي نوڪ وٽ هلڪو خم ٿيس ٿو اونهاري ۾ هن جي پيٽ تي ڪارو چٽو نظر ايندو آهي.


ٽاڪرو ٽولارو

**ٽاڪرو ڪانءُ** (Hill Crow): هي ڪانءَ جو قسم آهي، جنهن کي ٽاڪرو يعني جابلو ڪانءُ چئبو آهي، جيڪو عام رواجي ڪانءَ کان وڏو ٿيندو آهي ۽ ڳري آواز سان ٽڪرن/ پهاڙن ۾ ڪان ڪان ڪندو وتندو آهي. ڪانءَ جو هن جهڙو قسم ٽڙيءَ ۾ به ٿئي، جنهن کي "هاڏو" چوندا آهن.


ٽاڪرو ڪانءُ

**ٽاڪلو/ ٽڪلو**: هڪ قسم جو ننڍڙو پکي، جيڪو جهرڪيءَ جي قد ۽ سائي رنگ جو ٿئي ٿو. جنهن جو پڇ سُئيءَ مثل ٿيندو آهي. طبي لحاظ کان نهايت فائدي وارو آهي. ان جو گوشت ڪن بيمارين لاءِ مفيد سمجهيو ويندو آهي؛ چوندا آهن ته معدي ۽ جگر کي تقويت ڏئي ٿو. ان جي وِٺ، بابوني جي تيل ۾ ملائي، چنيءَ ۽ ڪوڙهه جي داغن تي لائجي ته فائدو ٿيندو.

- ٿاپوراند ۾ ڪم ايندڙ گول ۽ چپڙي ٺڪريءَ کي ٽاڪلو به چوندا آهن.

**ٽاڪو**: هن کي ٽانڪو به چئبو آهي. ڪپڙي کي ڳنڍڻ لاءِ ٽوپي يا بخيي کي ٽاڪو چوندا آهن. ٽانءَ کي ريهه جو ڳنڍ. ٽٽي يا پچي پيل چانديءَ يا سون جي ڳهه کي مَٽ جي ريهه سان ڳنڍ به ٽاڪو چئبو آهي. ان حوالي سان هي ٽانارن ۽ سونارن جو عام اصطلاح آهي. اڄڪلهه لوهه جي ڳرن اوزارن ۽ مشينريءَ کي بجليءَ يا گئس جو ٽاڪو لڳايو وڃي ٿو. جنهن کي "ويلڊنگ" چيو ويندو آهي.

**ٽاڪور**: ڌڪ لڳل يا سور واري هنڌ تي گرم شيءِ سان سيڪ ڏيڻ جي عمل کي ٽاڪور چئبو آهي. گرم پاڻيءَ جي بوتل يا پلاسٽڪ جي ٿيلهيءَ ۾ گرم پاڻيءَ ذريعي جسم کي سيڪو ڏيڻ يا ٽاڪورڻ. جسم جي ڪنهن به حصي ۾ سور يا سوڄ هجي ته ان لاءِ پٽِر، ڪَتر يا ڪپڙي جي ٽاڪور ڪبي آهي. جيڪڏهن سور گهٽو هوندو يا سَنڌ کي ضرب آئي هوندي ته ڪچو پٽر باهه ۾ وجهي چڙيندا آهن. جڏهن تپي ڳاڙهو ٿيندو آهي، تڏهن ان کي پاڻيءَ جا ڇنڊا هڻي (نه جيئن پٽر مان اُٻ نڪري). رومال يا ٽوال ۾ ويڙهي، آهستي آهستي سوڄ يا سور واري هنڌ تي ٿورو زور ڏيئي سيڪ ڏبو. يعني ٽاڪور ڪبي آهي. وچٽري سور لاءِ ڪَتر يعني ٻُوسو ڪپڙي ۾ ويڙهي، سيڪ ڏيئي، گرم ڪري، ان سان سور واري هنڌ تي ٽاڪور ڪبي آهي. ٿوري سور ۾ ڪپڙي کي ويڙهي، ان کي سيڪ ڏيئي ٽاڪور ڪندا آهن. ٽاڪور، گهرو علاج آهي، جيڪو گهڻو ڪري زالون ڪنديون آهن.

**ٽاڪي:** باد فرنگ يا ڪوڙهه جي بيماريءَ جو قسم آهي. آتشڪ يا پرميل جي بيماريءَ کي ”ٽاڪي“ چوندا آهن.

**ٽالاٽي:** بلوچ قبيلو، جنهن جو واسطو ڏومڪي بلوچن سان چيو وڃي ٿو.

**ٽالپر:** بلوچن جو هڪ قبيلو. هن قبيلي تي ”ٽالپر“ لقب بجار بن بيبرن جي وقت کان پيو، جيڪو 1000 ھ/ 1592ع ۾ مڪران کان لڏي، پاڳناڙيءَ ۾ آيو ۽ پوءِ سنڌ جي سري يعني ديري غازي خان جي ڳوٺ ”چوٽي بالا“ ۾ اچي رهيو. روايت مطابق جاٽايل ڳوٺ ۾ هڪ ٽالهيءَ جو وڻ هو جنهن هيٺان بجار خان ۽ سندس قبيلي وارا ڪچهري ڪندا هئا. اٿين ان ڪچهريءَ ۾ ويهڻ وارن جو نالو ”ٽالهي پور“ يعني ”ٽالهيءَ جا پٽ“ مشهور ٿي ويو، جيڪو بعد ۾ ٽالهي پور مان ڦري ”ٽالپر“ بنجي ويو. ان کان پوءِ زنگي بن بجار کي هڪ پٽ به ان ٽالهيءَ جي وڻ هيٺان ڄائو، جنهن جو نالو ئي ”ٽالهو“ رکيائون. اهو ”ٽالهو“، ڪِڪي خان جي پيءُ، شاهوءَ خان وڏي جو چاچو هو. هڪ ٻيءَ روايت موجب ”ٽالپر“ بلوچن جي انهيءَ قبيلي جي هڪ بزرگ جو نالو هو. ”پور“ فارسيءَ ۾ اولاد کي چوندا آهن. جنهن کي ٽالهو لفظ سان



پڪي قلعي ۾ ميرن جي چوياري جو اڳوڻو ڏيک

ملائي ”ٽالپر“ لفظ ٺاهيو ويو. سنڌ جا مير ٽالپر پاڻ کي بلوچ سڏائين ٿا، پر پنهنجو تعلق انهن بلوچن سان نه ٿا ڳنڍين، جن کي ايران ۾ ”ڪوچ بلوچ“ ڪري سڏيو وڃي ٿو. هو پنهنجو بڻ ٻٽياد هشام بن عبدالمناف جي پٽ امير حمزي سان ڳنڍين ٿا. سندن چوڻ آهي ته حجاج بن يوسف جي وقت ۾ هو ڪيچ مڪران وارين مهمن ۾ شامل هئا. اتان ڪاميابين بعد سندن وڏا ڪِن فوجين سان گڏ سنڌ ڏانهن روانا ٿيا هئا. وقت گذرڻ کان پوءِ انهن مان ڪي ديري اسماعيل خان ۽ ديري غازي خان واري پاسي وڃي ويٺا، جتي جبل جي چوٽيءَ وارو پاسو سندن رهائشگاهه ٿيو. سندن لقب ”مير“ پيو، جنهن جي معنيٰ جبل جي چوٽي“ يا ”متاهون هنڌ“ ٻڌايو وڃي ٿو. ان دعويٰ جي تصديق اڪثر جبلن جي نالن مان ظاهر ٿئي ٿي، مثال طور: ڪشمير، پامير، ميرو پربت وغيره. ڪلهوڙن جي حڪومت واري دور ۾، ٽالپر قبيلي جا ڪجهه ماڻهو فوج ۾ ڀرتي ٿيا ته ”شهداد خان ٽالپر“ کي سپهه سالار بڻايو ويو. بعد ۾ سنڌ جي تخت لاءِ ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن ۾ جنگيون لڳيون، ۽ 1783ع ۾ ڏاري هالاڻيءَ جي ميدان تي، ٽالپرن، ڪلهوڙن کي شڪست ڏئي، سنڌ جو تخت حاصل ڪيو. ان وقت ٽالپرن جو اڳواڻ مير فتح علي خان ٽالپر هو. تنهنڪري سنڌ جو پهريون ٽالپر حڪمران پڻ مير فتح علي خان ٿيو. سنڌ جي فتح کان پوءِ ٽالپرن سنڌ جي ملڪ کي ٽن رياستن ۾ هن ريت تقسيم ڪيو: حيدرآباد، ميرپورخاص ۽ خيرپور، پر ٽنهي رياستن جو پاڻ ۾ ٺاهه نه هو. حيدرآباد ۾ مير فتح علي خان ۽ سندس پٺيان مير غلام علي خان، مير ڪرم علي خان ۽ مير مراد علي خان حڪومت ڪرڻ لڳا؛ خيرپور ۾ مير سهراب خان حڪمران ٿيو جڏهن ته ميرپورخاص ۾ مير ٺارو خان مسند نشين ٿيو ان وقت ٽالپر حڪمران (حيدرآباد ۽ خيرپور وارا) هر سال افغانستان جي حاڪم تيمور شاهه کي ڏن ڏيندا هئا. بعد ۾ ميرن 1795ع ڌاري ڪراچيءَ واري رياست، قلات جي خان کان ورتي. ان بعد شهر ۽ بندرگاهه روز بروز ترقي ڪندا ويا.

ٽالپرن جي ٽنهي رياستن جو پاڻ ۾ ڪو اتحاد ۽ انتظامي جوڙجڪ نه هجڻ ڪري، سنڌ پنهنجي خطي ۾ هڪ طاقت طور اُڀري نه سگهي. پهرين افغان جنگ 1838ع کان وٺي 1842ع تائين حيدرآباد ۽ ميرپورخاص جي ميرن جا انگريزن سان لاڳاپا خراب ٿي چڪا هئا. البت خيرپور جي حڪومت انگريزن جي حامي هئي. اهڙيءَ طرح انگريزن، ميرن جي پاڻ ۾ ٻڌي نه ڏسي، 17 فيبروري 1843ع تي مياڻيءَ جي ميدان تي، حيدرآباد جي ٽالپرن کي شڪست ڏئي، سنڌ تي قبضو ڪيو. حيدرآباد تي قبضي ڪانپوءِ چارلس نيپئر حيدرآباد جي قلعي مان ڦرمار ڪري، ٽالپر اڳواڻن کي گرفتار ڪري، بمبئي موڪلي ڇڏيو. مياڻيءَ جي جنگ کان پوءِ 24 مارچ 1843ع تي ميرپورخاص جي حڪمران مير شير محمد ۽ انگريزن ۾ دٻي واري جنگ لڳي. هن جنگ ۾ مير صوبدار خان جي بهادر جرنيل شهيد هوش محمد شيديءَ جي بهادريءَ، ڪيس سنڌ جو سپوت بڻائي ڇڏيو. مير صوبدار خان ۽ مير محمد خان اختلافن جي ڪري مياڻي جي جنگ ۾ شامل نه ٿيا هئا، پر هوشو شيدي، مير صوبدار جي منع ڪرڻ باوجود به وطن جي آزاديءَ جي سلامتي خاطر مياڻيءَ ۽ دٻي جي جنگ ۾ بهادريءَ سان وڙهي شهيد ٿيو. خيرپور رياست جي مير علي مراد، حيدرآباد ۽ ميرپورخاص جي ميرن خلاف انگريزن جي مدد ڪئي، ان ڪري 1843ع ۾ انگريزن جي سنڌ فتح ڪرڻ ڪانپوءِ به خيرپور رياست، ميرن جي حڪمرانيءَ هيٺ رهي، بعد ۾ هندستان جي ورهاڱي کان پوءِ 1954ع ۾ ون يونٽ جي قائم ٿيڻ سان خيرپور رياست کي ختم ڪيو ويو.



ٽالپر حڪمرانن جا هٿيار

تحريڪ پاڪستان ۽ پاڪستان جي قيام کان پوءِ به ٽالپر خاندان سياسي سرگرمين ۾ ڀرپور حصو ورتو. حيدرآباد مان مير علي احمد ٽالپر ۽ مير رسول بخش ٽالپر، ميرپورخاص مان مير علي بخش ٽالپر، مير منور علي ٽالپر ۽ محمد يوسف خان ٽالپر؛ ٽنڊي محمد خان مان، مير بنده علي خان ٽالپر، مير الله بخش ٽالپر، مير حسين بخش خان ٽالپر، مير غلام علي ٽالپر، مير اعجاز علي ٽالپر ۽

مير ممتاز علي ٽالپر، پاڪستان ۽ سنڌ جي سياسي ۽ سماجي زندگيءَ ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪيو.

ٽالپرن جا اٺ قبيلا آهن. جن ۾ پرڳڙي، باگراڻي، ڪورڪاڻي، ڪپري، نظاماڻي، شهداداڻي، شهواڻي ۽ ٺاراڻي شامل آهن.

**ٽالپرن جي لڏپلاڻ:** ٽالپرن جي مورث اعليٰ هوت پٽ جلال خان جي مڪران ۾ حڪومت هئي، جيڪا سندس ٽن پيڙهين تائين قائم رهي. اتان سندس اولاد پنجاب ۽ سنڌ جي مختلف جڳهين تي ڪيئن آباد ٿيو، ان لاءِ ڪجهه روايتون ملن ٿيون.



ٽالپرن جا فوجي

هوت خان جو پڙپوٽو مير اسماعيل خان، ملتان جي گورنر سلطان شاهه حسين لانگاهه جو گهاٽو دوست هو. جنهن کيس پاڻ وٽ دعوت ڏئي گهرايو ۽ هو مَلڪ سهراب خان دودائيءَ سان گڏجي ملتان ۾ آيو. سلطان شاهه حسين، ٻنهي کي پنهنجي سرحد ۾ دين ڪوٽ کان ڪوٽ ڪروڙ تائين سڄو علائقو سرداريءَ ۾ ڏنو. ديري اسماعيل خان جو بنياد مير اسماعيل خان 1488ع ۾ رکيو. مير اسماعيل خان جي اولاد مان هڪ شاخ ساهيوال ضلعي ۾ اچي رهي ۽ اتي پنهنجي رياست قائم ڪيائين. جڏهن شهنشاهه همايون، ايران کان موٽيو هو، تڏهن ساڻس ٻين ٻروچن سان گڏ ٽالپر به هئا، جن ديره جات جي ڪجهه علائقي تي قبضو ڄمايو هو. شهنشاهه همايون، ٽالپرن کي سنڌ ساگر دوآبي ۾ هڪ جاگير ڏني هئي. سندن تختگاهه ماڙي انڊس هو. ٽالپر، مزارين ۽ مگسين طرفان چانڊين سان وڙهيا هئا، تنهنڪري ڪجهه مزارچا علائقي ۾ به لڏي آيا هئا. ٽالپر "ڪوهه سياهه" واري علائقي بيبرڪ ۾ رهندا هئا. اهو علائقو ديري غازي خان ۽ ڪڇيءَ جي وچ ۾ هو. جنهن ۾ نوتاڻي، مزاري، جکراڻي، گهاٽي ۽ شنباڻي قبيلا به هئا. هنن کي بگٽي بلوچن جي ڪجهه قبيلن اتان ڪڍيو ۽ هو سنڌ ۾ آيا. مير اسماعيل خان جو پوٽو بجار بن بيزن 1000هه/ 1592ع ۾ لڏي اچي پاڳناڙيءَ ۾ ويٺو جيڪا قلات جي حدن ۾ آهي. ڪجهه وقت کان پوءِ هو ديري غازي خان ۾ آيو ۽ "چوٽي بالا" جو شهر ٻڌي ويٺو. مير سليمان عرف ڪڪي خان جي رهائش به چوٽي بالا ۾ هئي، جتي سندس پٽن ۽ پوٽن جي نالي تي واهه، قلعا ۽ انهن جا ديرا موجود آهن. مير ڪڪي خان جو سهرو، حاجي خان مري پنهنجي راڄ سميت مري علائقي کاهان مان نڪري، سنڌ جي علائقي ڪاڇي ۾ اچي ويٺو هو. جنهن جي صلاح تي سندس ڏوهٽو مير ماڻڪ خان ۽ ٻيا ٽالپر، چوٽي بالا مان نڪري اتي آيا ۽ "ٻرگهه بالا" جو شهر ٻڌي ويٺا. سال 1700ع ۾ ميان مير محمد ڪلهوڙي، مير آلودي خان کي دعوت ڏئي پاڻ وٽ گهرايو ۽ ميان يارمحمد خان کان کيس فوج ۾ رتبو ڏياريائين. ان زماني ۾ مير شهداد خان ديره جات جي درداين جي بغاوت بند ڪئي هئي، جنهن جي صِلي ۾ دهليءَ جي دربار مان کيس "پٽ باران" جو علائقو جاگير ۾ مليو هو. مير شهداد خان پنهنجي فوجي اهليت سبب، ٻروچن جي مختلف گروهن کي ملائي پنهنجو ڪيو ۽ مقامي بغاوتن بند ڪرڻ سبب سندس بهادري مشهور ٿي وئي هئي. تنهنڪري ڪلهوڙن ڪوشش وٺي کيس پنهنجو بنائي، پنهنجي لشڪر جو سپهه سالار مقرر ڪيو. مير شهداد خان ۽ سندس اولاد ڪلهوڙن سان وفاداريءَ جو دم ڀريندا رهيا، پر ڪلهوڙن جي آخري حڪمرانن جي مير شهداد خان جي اولاد سان اٻڻت ٿي پئي، جنهن جي نتيجي ۾ ٽالپرن ڪلهوڙن سان جنگيون ڪري سنڌ تي پنهنجي حڪومت قائم ڪئي.

هاڻوڪي سڪونت ۾ خيرپور ۽ ڪوٽڏيجيءَ ۾ مير علي مراد خان جو اولاد، ڪوٽ ميرمحمد خان ۾ مير غلام حيدر خان جو اولاد، دارا واهڻ ۾، مير احمد خان ولد مير غلام حيدرخان جو اولاد، محرابپور ۾، مير حاجي غلام مصطفيٰ خان جو اولاد، منگهن واريءَ ۾، مير رستم خان جو اولاد، غريب آباد ۾، مير رستم خان جو اولاد، رضا آباد ۾، مير غلام محمد خان ولد مير رستم خان جو اولاد، علي آباد ۾، مير مبارڪ خان جو اولاد، راهوجا ۾، مير چاڪر خان جو اولاد، سوڀي ديري ۾، مير ڄام ننڍي خان جو اولاد، ٽالپروڏا ۽ ننڍا ۾ ٽالپرن جي نهالاڻي قبيلي جا ڪجهه گهر ۽ اڳڙا ۾ ٽالپرن جي باگراڻي قبيلي جو هڪ گهر شامل آهن.

**ٽالپرن جا پاڙا:** سنڌ ۾ ٽالپرن جا هيٺيان ايڪيهه پاڙا آهن: شهداداڻي، ماڻڪاڻي، سهراباڻي، خاناڻي، بهاراڻي، مراداڻي، گهراماڻي، عيساڻي، درياخاناڻي، هليلاڻي، جيوناڻي، ڄئنداڻي، احمداڻي، شهواڻي، ياراڻي، مقصوداڻي، آلوداڻي، ٺاراڻي، شاهلياڻي، حاجواڻي ۽ سڪلاڻي. انهن پاڙن مان شهداداڻين، ماڻڪاڻين ۽ سهراباڻين جي حڪومت حيدرآباد، ميرپورخاص ۽ خيرپور ۾ هئي.

**ٽالپر، الحاج مير علي احمد خان:** الحاج مير علي احمد خان حيدرآباد جي شهداداڻي پاڙي جي ٽالپرن مان هو. شهداداڻي، مير شهداد خان جي ڪري سڏجن ٿا. مير شهداد خان کي چار فرزند ٿيا: (1) ڄام ننڍو خان، (2) مير صوبدار خان، (3) مير محمود خان ۽ (4) مير چاڪر خان. مير صوبدار خان کي چار فرزند ٿيا: (1) مير فتح علي خان، (2) مير غلام علي خان، (3) مير ڪرم علي خان ۽ (4) مير مراد علي خان، چارئي سنڌ جا والي ٿيا ۽ چئني جي "چوياري" مشهور هئي.



مير علي احمد خان "چوياريءَ" وارن ميرن جي چاچي مير محمود خان جي اولاد مان هئڻ ڪري پاڻ ۽ هن جو خاندان محموداڻي سڏيا ويا آهن ۽ ٽنڊي مير محمود ۾ رهائش پذير آهن. سندن شجرو هن طرح آهي: مير محمود خان جو فرزند مير علي احمد خان ٿيو ان جو فرزند مير علي محمد خان، ان جو فرزند مير محمود خان ثاني، ان جو فرزند مير نبي بخش خان ٿيو، جنهن کي ٻه فرزند ٿيا: (1) مير علي احمد خان، ۽ (2) مير رسول بخش خان.

مير علي احمد خان 31 آگسٽ 1915ع تي ٽنڊي مير محمود ۾ ڄائو. ابتدائي سنڌي تعليم مڪاني اسڪول ۾ ورتائين. 1931ع ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول (هاڻي نور محمد خان هاءِ اسڪول) ۾ پڙهڻ ويٺو جتي چئن درجن تائين پڙهيائين.

اسڪولي تعليم مڪمل ڪرڻ ڪان پوءِ 1935ع ۾ علامه ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي، مولوي فضل احمد غزنويءَ ۽ مولوي خير محمد نظامانيءَ سان گڏجي "انجمن احياءِ ملت" ٺاهيائين. 1937ع ۾ ڪانگريس ۾ شامل ٿيو. ترقي ڪري پراونشل ڪانگريس ڪميٽيءَ ۽ آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ جو ميمبر ٿيو. 1937ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جي چونڊ وقت هي ڊاڪٽر چوئٿرام گدوانيءَ ۽ مسٽر جيٺمداس دولترام سان گڏ ڪانگريس صوبي سنڌ جي پارليامينٽري بورڊ جو ميمبر رهيو. 1939ع ۾ سائين جي. ايم. سيد سان گڏ پاڪستان ٺهڻ تائين مسلم ليگ ۾ شامل رهيو ۽ مير صاحب به پاڪستان ٺهڻ تائين مسلم ليگ ۾ شامل رهيو. مير صاحب مسلم ليگ ۾ ڪجهه وقت صوبي بهار جو نائب وزيراعليٰ رهيو ۽ ڪجهه وقت لاءِ سنڌ ۽ بلوچستان جو وزيراعليٰ به رهيو ۽ 1947ع ۾ پنجاب جو وزيراعليٰ رهيو. 1946ع ۾ دهليءَ ۾ سڄي هندستان جي قوم پرست مسلمانن جي ڪانفرنس ٿي، جنهن ۾ جمعيت العلماءِ هند، جمعيت احرار، خاڪسار جماعت، شيعه ڪانفرنس، مومن جماعت، آزاد ڪانفرنس ۽ ترقي پسند مسلم ليگ جماعتن حصو ورتو. ان ڪانفرنس ۾ مير صاحب به شرڪت ڪئي. پاڪستان جي قيام ڪان پوءِ مير صاحب، خان عبدالغفار جي صدارت ۾ ٺهيل پيپلس پارٽيءَ ۾ شامل ٿيو 17 مارچ 1951ع ۾ مسلم ليگ ڪان ٻاهرجملي سنڌ جي مکيه ڪارڪنن جي ميٽنگ ٿي. ان ۾ به هيءُ شريڪ ٿيو. ٿورو ئي پوءِ ميان افتخارالدين "آزاد پاڪستان پارٽي" ٺاهي، ۽ هُن ڪوشش ڪئي ته سڀئي ان ۾ شريڪ ٿين. مير صاحب جي بنگلي تي ڪراچيءَ ۾ ميٽنگ ٿي، جنهن ۾ شامل ٿيڻ ڪان هن انڪار ڪيو. توڙي جو ان وقت سڀئي ليڊر جيل ۾ هئا، ان ۾ رئيس غلام مصطفيٰ خان پرڳڙي، شيخ عبدالمجيد، جي.ايم.سيد، خان عبدالغفار خان سرفهرست آهن. مير علي احمد خان، قاضي فيض محمد صاحب ۽ ٻيا دوست ان پارٽيءَ ڪي سنڌن اميدن مطابق نه ڏسي، ٻاهر نڪري آيا.

مير صاحب ان بعد خانبهادر کهڙي جي دعوت تي مسلم ليگ ۾ داخل ٿيو. 1953ع ۾ هي، مسلم ليگ جي ٽڪيٽ تي سنڌ اسيمبليءَ ۾ بنا مخالفت جي ميمبر چونڊجي آيو. 1954ع ۾ خانبهادر کهڙي ڪي سنڌ جو وزيراعليٰ مقرر ڪيو ويو ته مير علي احمد خان ان جي مخالفت ڪئي. مير علي احمد خان ان جي سخت مخالفت ڪئي، پر ون يونٽ جي حمايت ۾ ووٽ ڪيائين. 1956ع ۾ مغربي پاڪستان اسيمبليءَ جون چونڊون ٿيون، جن ۾ حيدرآباد ضلعي مان چونڊجي ويو. ڊاڪٽر خانصاحب جي وزارت ۾ ڪيس 30 اپريل 1956ع ۾ وزير ڪري رکيو ويو. ان ڪان پوءِ سردار عبدالرشيد ۽ نواب قزلباش جي وزارتن ۾ ان وقت تائين وزير رهندو آيو جيسين تائين 8 آڪٽوبر 1958ع تي ايوب خان طرفان ملڪ ۾ مارشل لا لاڳو ڪيو ويو.

مير صاحب جي ڪتب خاني ۾ بهترين ڪتابن جو وڏو ذخيرو موجود هوندو هو. ڪيس مطالعي جو اٿاهه شوق هو. اردو، پارسي ۽ سنڌي شاعرن جا تمام گهڻا شعر حوالي طور ڪم آڻيندو هو. فيض احمد فيض ۽ ٻين اردو اديبن جو دوست هو.

مير صاحب جي طبيعت ۾ جوش ڪي زياده دخل پئي رهيو آهي. ان ڪري سنڌس ڪيترا ساٿي ڪيس ڇڏي ويا. مير صاحب ترقي پسند خيالن جو ماڻهو هو. جهڙيءَ طرح سنڌس ساٿي سنڌس تيز رفتاريءَ سبب ڪيس ساٿ ڏيڻ ڪان قاصر هئا، اهڙيءَ طرح هن جي خيال ۽ عمل ۾ هڪ جهڙائي نه هئڻ ڪري، پاڻ به پنهجن ۽ پراون وٽ نڪته چينيءَ جو نشانو بنيو رهيو.

مير صاحب فصيح ۽ بليغ مقرر هو ۽ پورالو هو. ڪڏهين اُڏ ٽپڻ ڪان پيو گوشو ڪندو ته ڪڏهين درياهه ڪي هڪ ڇلانگ سان ٽپي پار پوندو هو. حيدرآباد شهر ۾ محترمه فاطمه جناح جي صدارتي چونڊ جي حمايت ۾ ڪوٺايل ڪانفرنس ۾ سنڌس ڪيل ولولي انگيز تقريران ڳالهه جو ڪليل ثبوت هئي. مير صاحب طويل بيماريءَ دوران 1987ع ۾ وفات ڪئي.سنڌس آخري آرامگاهه گنجي ٽڪرجي پهاڙيءَ تي برڪت پائي پارڪ جي ويجهو شهداداڻي ميرن جي قبرستان ۾ آهي.

**ٽالپر، مير امام بخش خان:** خيرپور جو مير امام بخش خان ٽالپر، 7 جمادي الثاني 1277هه بمطابق 1860ع تي جائو. والد جي وفات ڪان پوءِ ڏينهن 6 مارچ 1909ع ۾ ڪيس برادريءَ جي طرفان پڳ ٻڌرائي وئي ۽ پهرين جولاءِ 1909ع تي باقاعدي سنڌس تاجپوشيءَ جو جشن ملهايو ويو. هن به پيءُ وانگر پاڻ ڪي آئيني سربراهه جي حيثيت تائين محدود رکيو ۽ حڪومت جو انتظام وزير جي حوالي ڪيو. سنڌس وزير شيخ صادق علي خان هڪ وڏو بيدار مغز، ايماندار، خداپرست ۽ خلق جو خيرخواهه هو ۽ تعليمي ڪمن جي ترقيءَ لاءِ گهڻي ڪوشش ڪندو هو. رياست جي لائبريري ۽ جيمخانو سنڌس يادگار آهن. شيخ صادق علي خان 1912ع ۾ وفات ڪئي ۽ سنڌس جاءِ تي محمد ابراهيم خان وزير ٿيو. وزير محمد ابراهيم خان پنهنجي ايام ڪاريءَ ۾ گهڻا سڌارا ڪيا. شهر ۾ نوان رستا، عمارتون ۽ مسجدون ٺهرايائين. هنري اسڪول ۾ لوهه جو عاليشان ڪارخانو جاري ڪيائين. ڪيترين ئي مهاڙيون صاف ڪرائي، زمين آباديءَ هيٺ آندائين. پرائمري انگريزي اسڪول ڪي هائي اسڪول بنايائين. خيرپور جي زناني اسپتال ۽ پاور هائوس به سنڌس يادگار آهن. هن جي ڏينهن ۾ پهرئين مهاڀاري لڙائي لڳي، جنهن ۾ انگريزن ڪي خيرپور مان تمام گهڻي امداد ملي، جنهن جي سلي ۾ مير امام بخش خان ڪي جنوري 1918ع ۾ ليفٽيننٽ ڪرنل جو اعزازي عهدو مليو. سن 1919ع ۾ خيرپور شهر ۾ "آل انڊيا محمدن ايجوڪيشنل ڪانفرنس" جو اجلاس ڪرايائين، جنهن ۾ سڄي هندستان جا تعليمي ماهر ۽ اديب ڪٺا ٿيا. سن 1920ع ۾ مير صاحب پنهنجي ولي عهد مير علي نواز تي ناراض ٿيو. تنهنڪري صاحبزادو دهليءَ ڏانهن هليو ويو. مير صاحب سنڌس جاگير ضبط ڪري ڇڏي. نيٺ جڏهن محمد ابراهيم خان وزير استعيفيٰ ڏئي هليو ويو ۽ ان جي جاءِ تي شيخ محمد قادر خان آيو. تڏهن ولي عهد موٽي اچي پنهنجي پيءُ ڪي پرچايو.

مير امام بخش خان فيض وارو ۽ علم دوست حاڪم ٿي گذريو آهي. هن ڪراچيءَ ڪان وٺي ڪلڪتي تائين ڪيترن ئي ادارن ڪي امداد ڏني. ڪيس شڪار جو به گهڻو شوق هوندو هو. هو حد درجي جو ڪفايت شعار، پورالو ۽ ڪرڙو حاڪم هو. هن ڪان اڳ جيڙ ۾ في ماڻهوءَ ڪي ٻه آنا ڏنا ويندا هئا، پر هن جي ڏينهن ۾ جيڙ جي مزدوري في ماڻهو چار آنا ڪئي وئي. اڳي ميرن جي شادي، غميءَ ۽ ٻين تقريبن تي ديڳيون ۽ ڪٽولا راڄ پاڳ ڪان ورتا ويندا هئا، پر امام بخش خان اهو رواج بند ڪري، هڪ سؤ ديڳيون ۽ ڪافي ڪٽولا خريد ڪرائي توشا خاني ۾ رکرايا. مير صاحب تاريخ 8 فيبروري 1921ع تي وفات ڪئي ۽ سنڌس لاش ڪربلا معليٰ ڏانهن موڪليو ويو. ڪيس علي نواز خان، علي محمد خان ۽ غلام علي خان نالي ٽي فرزند ٿيا.

**ٽالپر، مير امام بخش خان جو لکايل رسالو:** هي رسالو 1270هه بمطابق 1853ع ۾ محمد حافظ نالي ڪاتب، ڳوٺ لتڙي (تعلقو هالا) جي مير امام بخش خان ٽالپر لاءِ لکيو. جيئن آخر ۾ هيٺين عبارت مان ظاهر آهي:

”تمت تمام شد رسالہ سندهي لذيذ فقير مسڪين اضعف عباداللّٰه محمد حافظ عفي عنہ تحرير 29 شعبان 1270 هه واقع مڪان لتڙي بموجب فرمائش اقبال نشان سڪندر طالع نوشيروان جوان سال عمر خضر عالي مڪان ميان امام بخش خان ٽالپر.“

سر ڪلياڻ سان شروع ٿيندڙ هن رسالي ۾ 34 سر، 3200 بيت ۽ 215 وايون شامل آهن. پر جيئن تہ وچان ڪي ورق ڪٽل آهن. تنهنڪري بيتن ۽ واين جو اصلوڪو تعداد وڌيڪ هوندو. ڪاتب سڄي رسالي جي حاشين ۾ بيتن جون پيون لکڻيون توڙي سربستا بيت لکيا آهن. جنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ هن پنهنجي لکيل نسخي کي ڪنهن ٻئي نسخي سان ڀيٽيو هو.

**ٽالپر، مير بهرام خان:** ٽالپرن مان جنهن شخص کي ڪلهوڙن وٽ مانائتي حيثيت حاصل هئي، سو مير شهداد خان هو. جو ميان يار محمد جو نهايت ڀروسي وارو ڪارڪن هو ۽ ڪيس ”برخوردار“ جو خطاب مليل هو. ڪلهوڙا حڪمرانن جي طرفان ڪنهن خاص ماڻهوءَ کي اهو خطاب ڏنو ويندو هو. ميان يار محمد خان کي جڏهن شاهي منصب مليو، تڏهن شهزادي معزالدين حڪم ڪيو تہ ملتان جي طرف فوج موڪلي وڃي. ميان يار محمد خان مير شهداد خان کي اوڏانهن موڪليو هو. مير جي اعليٰ خدمتن کان خوش ٿي، شهزادي کي پَٽ باران جي جاگير ڏني هئي. مير صاحب جي وفات ميان نور محمد جي دؤر ۾ 2 رجم 1147هه/1737ع تي ٿي. سندس مقبرو شاهپور چاڪر ويجهو هڪ ڳوٺ ۾ آهي جيڪو ”شهداد جو قبو“ نالي سان مشهور آهي. مير شهداد کي چار پٽ هئا. 1. مير جام نندو جيڪو وڏو بهادر ۽ سپهہ سالار هو. 2. مير چاڪر خان جو خيرپور رياست جي حاڪمن جو وڏو وارث هو. 3 مير بهرام خان جو مڙني ۾ مٿانهين حيثيت جو مالڪ هو. هو ميان غلام شاهہ ۽ ميان سرفراز جو عقيدتمند، وفادار ۽ جان نثار هو. هيٺ مير صاحب جي جنگي ڪارنامن، دانائي، دور انديشي، سچائي وفاداري ۽ ٻين گڻن جو مختصر ذڪر پيش ڪجي ٿو.

**جنگين ۾ بهادريءَ جو مظاهرو:** (الف) روهڙيءَ واري جنگ: سرمضان 1171هه بمطابق 7 جون 1858ع تي روهڙيءَ کان ٻاهر امرڪس واهہ جي ڪناري تي ميان عطر خان، ميان احمد يار خان ۽ ميان غلام شاهہ جي وچ ۾ خونريز جنگ لڳي. ”جواهر عباسيہ“ جي بيان مطابق چڻ رت جو درياهہ وهي پيو. ميان عطر خان ۽ ميان احمد يار خان جا هزارين ماڻهو مارجي ويا. ميان غلام شاهہ جا بہ ڪيترائي ماڻهو قتل ٿي ويا. راجا ليڪيءَ جو پاءُ ۽ ٻيا ڪيترائي جوان ۽ پهلوان مارجي ويا. مير بهرام خان جيسلمير ۽ غلام شاهہ ڪان ڏار ٿي ويو هو. سو عين لڙائي جي موقعي تي ميان صاحب جي خدمت ۾ پهچي ويو. ميان سندس اڳوڻي غلطي کي درگذر ڪندي، دل سان سندس آڏر ڀاءُ ڪيو. مير صاحب هڪ شريف ماڻهو هو. هن سيني تي هٿ رکي پنهنجي غلطين جو اعتراف ڪيو ۽ هميشہ لاءِ ميان صاحب سان وفادار رهيو. هن جنگ ۾ ٿوري فوج هوندي بہ غلام شاهہ ڪامياب ٿيو ان جو سبب مير بهرام جي بهادري ۽ جنگي فن ۾ مهارت هو.

**(ب) اباوڙي واري جنگ:** روهڙيءَ واري جنگ ۾ شڪست کائڻ کان پوءِ ميان عطر خان ۽ احمد يار خان، بهادر خان الياڻي ۽ اختيار خان مداواڻي وٽ مدد لاءِ پهچي ويا. بهادر خان ۽ اختيار خان بهاولپور جي اولاهين حصي ۾ سردار مڃيا ويندا هئا. وڏي اثر رسوخ وارا ۽ وڏا بهادر هوندا هئا. جڏهن ميان غلام شاهہ بهاولپور ۾ دائود پوٽن جي رئيس محمد مبارڪ خان جي مدد سان سنڌ تي حملو ڪيو تہ رستي ۾ بهادر خان ۽ اختيار خان صاحب جي فوج سان مقابلو ڪيو هو احمد يار خان ڪجهہ ڏينهن اتي ترسي هندستان هليو ويو باقي عطر خان ڳڙهي اختيار خان ۾ ترسي پيو ۽ پنهنجي دوستن بهادر خان ۽ اختيار خان جي مدد سان فوج گڏ ڪري، سنڌ تي حملي جون تياريون ڪرڻ لڳو امير محمد مبارڪ خان ڪافي ڪوشش ڪئي تہ جيئن پاڻ ۾ جنگ نہ لڳي. ميان غلام شاهہ بہ عطر خان کي جاگير ڏئي صلح ڪرڻ تي آماده هو، پر بهادر خان جو چوڻ هو تہ ”عطر خان سنڌس در تي اچي چڪو آهي. تنهن ڪري ان جي مدد ڪرڻ لازمي آهي.“ جڏهن صلح جون سموريون تدبيرون ڪارگر ثابت نہ ٿيون، تڏهن ميان غلام شاهہ لشڪر وٺي روهڙيءَ کان ميرپور طرف روانو ٿيو. اباوڙي ۾ ميان صاحب ۽ بهادر خان جي وچ ۾ سخت جنگ لڳي. ميان جي لشڪر جو چڱو تعداد مارجي ويو ڪجهہ ماڻهو ميدان ڇڏي ڀڄي ويا. ان هوندي بہ ميان پاڻ ڇهہ هزار فوج وٺي هڪ هنڌ ڄمي مقابلو ڪيو. هن جنگ ۾ غلام شاهہ کي فتح حاصل ٿي. بهادر خان مارجي ويو. وڏيرو محمد خان ۽ سبزل خان پڻ مارجي ويا. اختيار خان زخمي ٿي پيو بهادر خان ڀاءُ قائم خان ۽ احمد خان، محمد عطر خان کي پاڻ سان گڏ وٺي جنگ جي ميدان مان ڀڄي ويا. هن جنگ جو تفصيلي احوال فتح نامي ۾ موجود آهي، جنهن جو خلاصو هيءُ آهي تہ: ”عطر خان افغاني دربار مان ملڪ جي سند وٺي آيو. اتان ڪان کي خان پڻ ميان صاحب جي مدد لاءِ مقرر ٿيا. دائود پوٽن جي نالي بہ حڪم صادر ٿيو تہ ميان صاحب جي مدد ڪئي وڃي. انهيءَ بنياد تي بهادر خان، عطر خان جي مدد لاءِ تيار ٿيو.“ فتح نامي ۾ لڙائي جي سرسري ڪيفيت هن طرح بيان ڪيل آهي تہ: ”دشمنن ميان صاحب جي فوج کي شڪست ڏني، باقي هڪ سؤ ويهہ ماڻهو وڃي ميدان ۾ رهيا ۽ ٻيا سڀ ڀڄي ويا. هيءَ حالت ڏسندي مير بهرام شينهن وانگر گجگوڙون ڪندو سامهون آيو. بهادر خان ۽ ان جا خاص ماڻهو گهوڙن تان لٿا تہ جيئن هٿئون هٿ لڙائي ڪن. ڳچ گهڙين تائين لڙائيءَ جي باهہ ايتري تيز رهي، جو ان جا شعلا آسمان تي پهچڻ لڳا. مير بهرام انڌاڌنڌ تلوار هڻندو ٿي رهيو. سندس جسم تيرن ۽ ترارن سان رتو رت ٿي ويو هو. بهادر خان مارجي ويو. هن قيامت خيز لڙائيءَ ۾ دشمن جي فوج کي ڀڄڻ ڪان سوءِ ٻيو ڪو چارو نظر نہ آيو.

رسيده چوده عرض شاه اين خبر
بگفت آفرين باد بر شير نر

(ترجمو: بادشاهہ جي حضور ۾ فتح جي خبر پهتي، تڏهن هن جي زبان مان بي اختيار نڪتو، شير نر کي آفرين هجي.)

بفي مود کو مرد مردانہ است
سزاوار الطاف شاهانہ است

(چيائين تہ هيءُ شخص وڏو بهادر آهي، شاهاڻين نوازشن جي لائق آهي.)

عطا کرد خلعت بان خان ملک
خطا بش فرد ستاد و فرمان ملک

(ملڪ جي هن سردار کي خلعت عطا ڪيائين ۽ حڪومت جي فرمان سان گڏ خطاب پڻ ڏنائين.)

**مير بهرام جي بهادري:** فتح نامي ۾ مير بهرام جي جيڪا بهادري بيان ڪئي ويئي آهي، ان بابت غلام رسول مهر هيءَ راءِ ڏني آهي تہ ”هيءُ ڪتاب جيئن تہ ٽالپرن جي سرپرستيءَ ۾ لکيو ويو هو، ان ڪري مير بهرام

ڪي هن ڪارناميءَ ۾ عزت ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي." مهر صاحب جي هيءَ راءِ وزندار نه آهي ڇو ته مير بهرام خان وڏو بهادر ۽ جنگي فن جو ماهر هو. حقيقت هيءَ آهي ته روهڙيءَ واري جنگ، ٽوڙي جاڙي جبل واري جنگ ۾ ميان غلام شاهه کي مير بهرام جي بهادري سبب فتح حاصل ٿي. ان کان علاوه ڪڇ واري علائقي ۾ جاڙي جبل واري جنگ ۾ به ميان غلام شاهه کي مير بهرام جي بهادريءَ سبب فتح حاصل ٿي هئي. غلام رسول مهر جڏهن بين معاملن ۾ فتح نامي کي معتبر سمجهي ٿو، ته پوءِ فتح نامي جي هن راءِ کي به معتبر سمجهڻ گهرجي.

**(ح) جاڙي جبل واري جنگ:** تحفته الڪرام جي بيان مطابق ڪڇ تي ٻهرين ڪاهه 9 ربيع الثاني 1176هه/28 آڪٽوبر 1762ع ۾ ٿي. ميان صاحب ٻهرائين پنهنجو لشڪر پونجا سيٺ روانو ڪيو ۽ پاڻ ڪڇ ڏانهن روانو ٿيو. ٿورو اڳتي رستي ۾ سندري وارو قلعو فتح ڪري اڳتي وڌيو. ٿورو اڳتي ڪڇ جي فوج جاڙي جبل تي جمع ٿيل هئي. سخت جنگ لڳي. ايترا ته ماڻهو مئا جو رت جو درياهه وهي هليو. ڪن روايتن موجب اڌ اڌ سير جا پٿر رت جي وهڪري ۾ لڙهي ٿي ويا. سنڌي فوج ستر هزار هئي. ڪڇ جي راءِ رستي جي سيني کوهن کي پٿرن سان پرائي ڇڏيو هو ته جيئن دشمن اڃ ۾ مري وڃي. پر ميان غلام شاهه جي اٽل ارادي ۾ ڪو به فرق نه آيو. جاڙي جبل تي، ڪڇ جا ڪيترائي سپاهي هڪ وڏي توپ جي آمهون سامهون جمع هئا. سنڌي فوج جا ڀاڳ ڀلا هئا جو اتفاق سان اها توپ ڇٽي پئي ۽ هن حادثي ۾ گهڻا ئي ماڻهو مارجي ويا. هن اتفاقي حادثي ماڻهن ۾ افراتفري پيدا ڪئي. عين انهيءَ موقعي تي سنڌي فوج جا بهادر سپاهي ترارين ڪڍي جبل تي چڙهي پيا. ڪڇ جو وزير ۽ ڪي ٻيا معزز امير رئيس ۽ سردار بهادريءَ سان وڙهندي مارجي ويا. ٽوپڻ مل لکيو آهي ته: "جاڙي جبل تي جيڪي ماڻهو سيني کان پهرين پهتا، تن جو سردار بهرام خان ٽالپر هو ۽ سچ اهوئي آهي ته جاڙي جبل واري جنگ ۾ مير صاحب جي دانائي ۽ مردانگيءَ سبب فتح حاصل ٿي، جيڪڏهن سنڌي فوج هيٺ ويٺي رهي ها ته ڪڇ جا سپاهي مٿان کان گولا وسائي کين اڳتي وڌڻ کان روڪي ڇڏين ها ۽ نه وري هيٺ سلامتيءَ سان رهي سگهن ها. جاڙي جبل تي ڪاميابي حاصل ڪرڻ کان پوءِ ميان صاحب اڳتي وڌي حملو ڪيو ۽ سندس فوجون ڪڇ جي گاديءَ واري هنڌ ڀڄ جي ويجهو پهچي چڪيون هيون. آخر پونجي مل وچ ۾ پئي ڪن شرطن تي صلح ڪرائي. جڏهن راءِ شرطن تان ڦري ويو ته سيٺ پونجي کيس گهڻوئي سمجهايو ته وعدي خلافي نه ڪرڻ گهرجي، پر راءِ کي هن خير خواهي واري مشوري تي ايڏي ڪاوڙ آئي جو هن پونجي کي پاڻ وٽ گهرائي پنهنجي هٿن سان زهر جو پيالو ڏنو. پونجي مجبوراً اهو زهر جو پيالو پيتو ۽ ويچارو مفت ۾ مري ويو.

**مير بهرام جي شخصيت:** مير بهرام خان نه فقط هڪ بهادر ويڙهاڪ هو، پر وڏو داناءُ ۽ سفارتي معاملن جو پڻ ماهر هو ان جو هڪ مثال هيءَ آهي ته جڏهن ميان محمد سرفراز خان جي تخت نشينيءَ کان اٽڪل ٻه مهينا پوءِ احمد شاهه ابدالي 20 رجب 1186هه/17 آڪٽوبر 1772ع قنڌار ۾ وفات ڪئي ته هڪدم تخت نشينيءَ تان پٺاڻن ۾ جهيڙو شروع ٿي ويو احمد شاهه جي وليعهد تيمور، ان وقت هرات ۾ هو شاهه ولي خان، وزيراعظم ابداليءَ جي ٻئي پٽ شهزادي سليمان کي، جو سندس نياڻو به هو تخت تي ويهاريو. جڏهن تيمور کي پتو پيو ته هن قنڌار تي ڪاهه ڪئي. شاهه ولي خان وزير ۽ سندس ٻه پٽ جنگ ۾ مارجي ويا. تيمور تخت تي قبضو ڪيو. انهيءَ صورتحال ڪانپوءِ اهو ضروري هو ته احمد شاهه ابداليءَ جي عذرخواهيءَ لاءِ ڪنهن امير کي افغانستان اماڻيو وڃي. ان لاءِ ميان محمد سرفراز خان، مير بهرام ٽالپر کي عذرخواهيءَ لاءِ قنڌار روانو ڪيو، جتان مير صاحب پنهنجي دانائيءَ سان ميان صاحب لاءِ خلعت ۽ حڪمرانيءَ جي سند سان گڏ "خدا يار خان" جو خطاب عطا ڪرايو.

**ٽالپرن سان اختلاف:** محمد سرفراز جي حڪومت جو سلسلو خوشگوار نموني هلندڙ هو. مير بهرام خان ٽالپر پنهنجي تدبر، جوانمردي، وفاداري ۽ عزيزن ۽ ملازمن جي گهڻائي ڪري، ميان غلام شاهه جي وقت کان ممتاز حيثيت رکندڙ هو ۽ ميان سرفراز خان جو به تمام مخلص صلاحڪار هو پر راجا ليڪي ميان سرفراز تي وڏيڪ حاوي هو هن کي ٽالپرن جو ايڏو اثر پسند نه هو، تنهن ڪري ڪوڙيون ڳالهيون ٺاهي، ميان صاحب جي دل ۾، مير بهرام خلاف بدگمانيون پيدا ڪرڻ لڳو ڪن روايتن ۾ ٻڌايو ويو آهي ته ميان ٽالپرن جي خلوص ۽ وفا جي آزمائش لاءِ مير بهرام جي ڌيءَ جو سڱ گهريو. مير جواب ڏنو ته اسان جي خاندان ۾ ڪنهن ڌارئي ماڻهو سان مائٽي ڪرڻ جو دستور نه آهي، اهوئي بنياد هو جتان بدگمانيون شروع ٿيون. حقيقت ۾ سڱ گهرڻ واري ڳالهه جڙتو نظر اچي ٿي. اصل سبب راجا ليڪيءَ جو بغض ۽ ساڙ هو. هن چاهيو ٿي ته ميرن جو اثر رسوخ ختم ڪري، پنهنجو وڌيڪ اثر قائم ڪري ۽ آخر انهيءَ شرارت ۾ هو ڪامياب ٿيو.

غلام رسول مهر مير بهرام جي شخصيت بابت لکيو آهي: "مير بهرام ٽالپرن جي سڄي خاندان ۾ سيني کان بلند شخصيت جو مالڪ هو ۽ ڪلهوڙا خاندان جي سيني اميرن ۾ غالباً شاهه بهاري کي ڇڏي، باقي ٻين ۾ مير بهرام جي پايي جو ڪو به شخص نه هو." مير بهرام پنهنجي والد جي زندگيءَ ۾ ئي مٿانهون درجو حاصل ڪري ورتو هو. ان جي وفات کان پوءِ سيني ٽالپرن ۽ بلوچن جو سرپرست بنيو رهيو. جڏهن محمد مراد ياب خان کي معزول ڪيو ويو، تڏهن ان جي جاءِ تي ميان غلام شاهه کي فرمان روا بڻائڻ ۾ سيني کان وڌيڪ سرگرم رهيو. محمد عطر خان جڏهن افغاني دربار مان جانشيني جي سَنَد وٺي آيو ۽ ميان غلام شاهه کي ملڪ ڇڏي جيسلمير وڃڻو پيو، تڏهن مير بهرام ٿورو پاسيرو ٿي ويو. پر پوءِ جن اميرن عطر خان ۽ احمد يار خان جي بدانتظامين کان تنگ ٿي اندران ئي اندران ميان غلام شاهه کي دعوت نامه موڪليا ۽ کيس پنهنجي وفاداريءَ جو يقين ڏياريو هو، تن ۾ مير بهرام به شامل هو. روهڙيءَ واري خونريز جنگ جي موقعي تي هو عطر خان ۽ احمد يار خان کان الڳ ٿي اچي ميان غلام شاهه سان گڏيو هو ۽ پوءِ مير صاحب جو وڏي پروسي وارو صلاحڪار بڻيو ۽ ميان سرفراز خان جي دؤر ۾ به هن جي حيثيت ۾ ڪو به فرق نه آيو.

**راجا ليڪيءَ جون شرارتون:** راجا ليڪيءَ مير بهرام کي ميان سرفراز جي نظرن ۾ ڪيرائڻ لاءِ ڪوڙين شڪايتن جو سلسلو جاري ڪيو. عظيم الدين ٺٽوي راجا کي ابوجهل ۽ ابولهب سان نسبت رکندڙ ٺهرائيندي چيو آهي:

نه فضل و نه علم و نه دانش نه دين

چو بوزينه مي بود بالا نشين

[راجا کي فضل، علم، دانش ۽ دين سان ڪوبه تعلق نه هو، هو باندر وانگر مٿانهين جڳهه تي ويهي رهيو هو.]

چويا مير مي رفت تدبير ڪار

بجنبا ندي ريش بوزينه دار

[سرفراز خان جڏهن مير بهرام سان ملڪي ڪاروبار بابت مشورو ڪندو رهيو، تڏهن راجا باندر وانگر پنهنجي ڏاڙهي وينو لوڏيندو رهيو.]

ظاهري طرح مير بهرام خان جي وفاداري ۽ اطاعتگذاري انهيءَ حد تائين مچيل ۽ معروف هئي جو مٿس بدگمان ٿيڻ جو ڪو به سبب نه هو. ليڪن معلوم ٿئي ٿو ته راجا ليکيءَ جي لڳاتار برغلائڻ سرفراز جي دل ۾ شبها پيدا ڪري وڌا ۽ ان جا طبعي نتيجا ظاهر ٿيڻ لڳا. غلام رسول مهر "تاريخ ڪلهوڙا" ۾ ميان سرفراز جي علم ۽ فضل جي تعريف ڪندي لکيو آهي ته: "حيرت آهي ته اهڙو فضل وارو ۽ ڏاهو حاڪم راجا ليکي جهڙي شخص جي سخن سازيءَ جي دام ۾ ڪيئن ڦاسي پيو. جو هن مير بهرام جهڙي مخلص ۽ حڪومت جي پراڻي رڪن کي ۽ ان جي پٽ کي ناحق قتل ڪرايو ۽ اهڙيءَ ريت پنهنجي لاءِ خوفناڪ مصيبتون پيدا ڪيون."

**ٽالپر، مير نارو خان:** ڪلهوڙن کان سنڌ فتح ڪندڙ فاتح سنڌ مير فتح علي خان ٽالپر هو. سنڌس ڀيريون ساٿي خيرپور ميرس وارو مير سهراب خان ٽالپر ۽ ٻيو ساٿي ميرپور خاص وارو مير نارو خان ٽالپر هو. مير فتح علي خان تخت تي ويهڻ سان ئي ماحول کي مد نظر رکندي سنڌ کي ستن حصن ۾ ورهايو. چار حصا مير فتح علي خان پنهنجي ۽ پنهنجن ڀائرن (مير غلام علي خان ٽالپر، مير ڪرم علي خان ٽالپر ۽ مير مراد علي خان ٽالپر) لاءِ رکيا، ٻه حصا خيرپور واري مير سهراب خان کي ۽ هڪ حصو ميرپور واري مير ناري خان کي ڏنائين. مير نارو خان ماڻڪاڻي ميرن مان هو. مير نارو، مير فتح خان جو پٽ ۽ مير مسو خان جو پوٽو هو. مير ناري جي شادي حيدرآباد جي شهداداڻي ميرن مان ٿي، سندس گهرواري شهيد مير بجار خان ٽالپر جي نياڻي ۽ مير عبدالله خان جي ڀيڻ هئي. مير صاحب کي هن مان ٽي پٽ هئا، مير غلام حيدر خان، مير علي مراد خان ۽ مير غلام الله خان. وڏو ڀاءُ مير غلام حيدر هو، پر مير ناري خان ۽ مير غلام حيدر خوشي سان حڪومت مير علي مراد خان کي ڏني. مير ناري خان ۽ مير غلام علي خان جي وچ ۾ جنگ پڻ لڳي هئي، جنهن ۾ مير غلام علي خان فتح ماڻي ۽ مير نارو زخمي ٿي پيو، جنهن بعد مير غلام علي خان کيس حيدرآباد جي قلعي ۾ وٺي آيو ۽ نيڪ ناڪ ٿيڻ بعد کيس تمام عزت سان ميرپورخاص روانو ڪيائين. مير ناري خان 1245هه/ 1829ع ۾ وفات ڪئي ۽ کيس ماڻڪاڻي ٽالپرن جي قديم قبرستان 'چِتوڙي' تعلقي ميرپور خاص ۾، جيڪو شهر کان 16 ميل اتر طرف آهي ۾ دفنايو ويو.

**ٽالپر، مير حسين علي خان 'حسين':** مير حسين علي خان پٽ مير نور محمد خان ٽالپر حيدرآباد جي قلعي ۾ سن 1245 هه/1829ع ۾ پيدا ٿيو. سندس تعليم ۽ تربيت شاهاڻي نموني ٿي ۽ سندس لقب "سرڪار دولت مدار" هو.

مياڻيءَ جي جنگ کانپوءِ مير حسين علي خان پنهنجي چاچي مير نصير خان سان گڏ قيد ٿي هندستان ويو. جتان گورنر جنرل جي حڪم بعد 1859ع ۾ پنهنجي وطن موٽي آيو ۽ ٽنڊي مير نور محمد (موجوده لطيف آباد نمبر 4) ۾ مستقل رهائش اختيار ڪيائين. جيئن ته سندس ڏاڏو، والد ۽ ڀاءُ شاعر هئا، تنهنڪري پاڻ به شاعري ڪندو هو. سندس تخلص "حسين" هو. پنهنجي بزرگن وانگر دريا دل، سخي، غريبن جو رکوال ۽ نيڪ انسان هو. سندس هيليون تصنيفون آهن:

- مناقب علوي (فارسي نثر)
- ديوان حسين (با تصوير اردو غزلن جو مجموعو)
- ديوان حسين (فارسي ۽ اردو غزل)
- شاهد الامامت (فارسي نثر)
- لبِ لباب (فارسي نثر)


مير حسين علي خان ٽالپر

مير صاحب جو "ديوان حسين" فني نقطہ نگاھ کان جاذب نظر ۽ شاهڪار آهي، جنهن مان سندس ذوق ۽ فني مهارت جي خبر پوي ٿي، ديوان جي هر صفحي جي وچ تي قلمي رنگين تصوير ۽ ان جي چوڌاري اردو غزلن جا شعر تحرير ٿيل آهن. تصويرن مان ڪي مير صاحبن جون، ڪي هندستان جي شهزادن ۽ شهزادين جون، ڪي ايراني بادشاهن جون آهن. ڪجهه طغرا خطِ ريحان، خط گلزار ۽ خط نستعليق ۾ لکيل آهن. هي ديوان هندستان جي مشهور ڪاتب منشي محمدي "خادم" بردواني ڪلڪتيءَ ۾ ڪتابت ڪيو.

ڪلڪتي ۾ مير شهداد خان، مير حسين علي خان ۽ مير حسن علي خان "ڪتبخانہ ايشياٽڪ سوسائٽي فورٽ وليم ڪاليج ڪلڪتي" جي بورڊ جا ميمبر هئا. 1858ع ۾ هندوستان جي پهرئين وائسراءِ لارڊ ڪئننگ ۽ بمبئي جي گورنر بارٽل فريئر هڪ محفل ۾ مير حسين علي خان کي "تاريخ سنڌ" لکڻ لاءِ گذارش ڪئي. جنهن تي علام احمد بن عبدالحليم سانوڻي هالائيءَ تحفہ الڪرام جي ٽئين جلد جي نهج تي "تاريخ تحفہ السلام طيز" جي نالي 1277 هه/ 1860ع ۾ لکي، مير حسين علي خان جي نالي سان منسوب ڪئي.

مير صاحب ڪلڪتي کان واپس اچڻ بعد مير محمد نصير خان جي نياڻيءَ سان شادي ڪئي، جنهن مان کيس هڪ فرزند ٿيو. جيڪو ٽالپر گهراڻي جو آخري هزهائينس هو جنهن جو نالو مير نور محمد خان ثاني هو.

مير حسين علي خان تاريخ 26 ربيع الاول 1295 هه/ 30 مارچ 1878ع آچر ڏينهن وفات ڪئي. کيس ٻئي ڏينهن سندس اباڻي قبرستان، "ميرن جا قبا" ۾ دفن ڪيو ويو.

**ٽالپر، مير رستم خان:** هي مير سهراب خان جو وڏو پٽ هو. سندس ولادت 1184هه بمطابق 1773ع ۾ ٿي. سن 1811ع ۾ پنهنجي پيءُ جي جيئري ئي رياست جي پڳ ٻڌائين. حڪومت جي واڳن وٺڻ کان پوءِ پنهنجي پيرسن پيءُ کي شادي ڪرايائين، جنهن مان سن 1815ع ۾ مير علي مراد خان ڄائو. جيڪو وڏو ٿي سندس وڏو ويري بڻيو. گادي نشين ٿيڻ کان اڳ مير سهراب خان جي وڏن سپهہ سالارن مان هڪ هو سلطنت کي وڌائڻ لاءِ جيڪي به جنگيون ٿيون، تن ۾ لشڪر جي مهنداري هن جي هٿ ۾ هوندي هئي ۽ سندس بهادري مشهور هئي. تخت نشين ٿيڻ سان پنهنجي پيءُ جي وصيت موجب پنهنجن ڀائرن ۽ ڀائٽين کي ملڪيت ورهائي ڏنائين، جن مان ڪجهه پوءِ خودمختيار بڻجي ويا.


مير رستم علي خان ٽالپر

مير رستم خان جي ڏينهن ۾ شاهه شجاع الملڪ افغانستان مان لڙجي شڪارپور اچي ميرن جو مهمان ٿيو. ميرن ڪافي ڏينهن سندس آڌرڀاءُ ڪيو پر هو واپس وڃڻ بدران سرحدي علائقن تي قبضو ڪرڻ لڳو. ان تي مجبور ٿي حيدرآباد ۽ خيرپور جي ميرن گڏجي سندس مقابلو ڪيو. ميرن جي لشڪر جا مهندار غلام مرتضيٰ شاهه ڪهيري ۽ آغا ڪاظم شاهه هئا ۽ شجاع الملڪ جي لشڪر جو علمبردار سمندر خان پٺاڻ هو. پٺاڻن چوريءَ/ لڪي اچي آدم شاهه جي ٽڪريءَ تي توبون نصب ڪيون. جتي ڪرڙيءَ جي ميدان تي سن 1833ع ۾ شاهه فوجن جو مقابلو ٿيو. جنهن ۾ ميرن جا بهادر سالار شهيد ٿي ويا، جن ۾ ڪاظم شاهه، غلام مرتضيٰ شاهه ۽ جهان خان مريءَ جا نالا قابل ذڪر آهن. غلام مرتضيٰ شاهه ڪهيريءَ ۽ جهان خان مريءَ جي بهادريءَ تي سنڌ جي وڏي شاعر خليفي نبي بخش لغاريءَ "سُرڪيڏاري" هيٺ ڪيترا بيت چيا آهن.

نيٺ صلح ٿيو ۽ شجاع الملڪ اٺ لک روپيا وٺي، واپس موٽي ويو.مير رستم خان جو ننڍو ڀاءُ مير علي مراد خان سندس سنڀال هيٺ رهندو هو. جڏهن وڏو ٿيو تڏهن اول مبارڪ خان سان ۽ پوءِ سندس پٽ مير نصير خان سان سندس ملڪيت تي تڪرار ٿيو ۽ اها مخالفت وڌي وڃي جنگ جي نوبت تي پهتي. مير رستم خان پنهنجي ڀائٽئي ۽ نياٽي مير نصير خان جو طرف ورتو. خيرپور جي پرسان نونارين جي ڳوٺ وٽ لڙائي لڳي، جنهن ۾ مير علي مراد خان ڪامياب ٿيو. پير پاڳاري علي گوهر شاهه ۽ رياست جي وڏي وزير فتح محمد خان غوريءَ وچ ۾ پئي صلح ڪرايو. مير رستم خان پنهنجي ۽ مير نصير خان جي حصي مان ڪجهه ديهون ڏئي علي مراد خان کي راضي ڪيو. اها لڙائي سن 1258هه بمطابق 1842ع ۾ لڳي ۽ "جنگ نونهار" (نونار) جي نالي سان مشهور ٿي.

"جنگ نونهار" (نونار) جي صلح ڪانپوءِ بہ ڏرين جون دليون صاف نہ ٿيون ۽ هڪ ٻئي سان وڙهڻ جو ن تياريون ڪرڻ لڳا. مير علي مراد خان وڃي انگريزن جو طرف ورتو ۽ ساڻن ساز باز ڪرڻ لڳو. انگريزن ميرن جي گهرو ويڙهه دوران وجهه وٺي پنهنجي سياسي چار ڪي پختو ڪيو. نتيجي ۾ "مياڻيءَ جي جنگ" لڳي ۽ ميرن هارايو. مير رستم خان پنهنجن ڀائٽين ۽ حيدرآباد جي ميرن سان گڏ نظر بند ٿي پوني ويو، جتي 1262هه بمطابق 1846ع ۾ وفات ڪيائين. سندس لاش اتان آڻي ميرن جي آبائي مقام قادر بخش جي قبن ۾ دفن ڪيو ويو.

**ٽالپر، مير رسول بخش خان:** الحاج مير علي احمد خان ٽالپر جو ننڍو ڀاءُ مير رسول بخش ٽالپر ٽنڊو مير محمود ۾ مير حاجي نبي بخش ٽالپر جي گهر ۾ 23 آڪٽوبر 1920ع ۾ پيدا ٿيو. مير صاحب جامعہ مليہ دهلي ۽ سنڌ مدرسته الاسلام ۾ تعليم ورتي، زميندار ي پيشو ڪين ورثي ۾ مليو. مير رسول بخش ٽالپر سنڌ جي سياست ۾ تمام بهادر ۽ مشهور شخصيت طور سڃاتو وڃي ٿو. سندس طبيعت ۾ محبت، اخوت، رواداري، عاجزي ۽ همدردي تمام گهڻي سمايل هئي. سندن طبيعت ۾ فقيري اوصاف تمام گهڻا سمايل هئا. مير رسول بخش صاحب ذوق ۽ علم پرور شخصيت هجڻ سان گڏوگڏ غريبن جو همدرد پڻ هو. حق چوڻ ۽ حق جي ساٿ ڏيڻ ڪري ڪيس ڪجهه



عرصو جيلن ۾ بہ رهڻو پيو مگر پنهنجي اصولن تان ڪين هٽيو. مير صاحب سنڌ جو گورنر ۽ سينيئر وزير پڻ رهي چڪو آهي. سندس درويشانہ طبيعت سبب سندس پيارا ڪيس مير شير محمد چوندا هئا. مير رسول بخش خان پنهنجي سماجي خلمت جي شروعات ٽانگا ڊرائيور يونين، رڪشا يونين ۽ هارين جي قيادت سان ڪئي. ڪيترائي سال مختلف ليبر يونين جو رهنما پڻ ٿي رهيو. 21 سالن جي عمر ۾ حيدرآباد ميونسپل ڪميٽيءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. 1965ع ۾ بنيادي جمهوريت واري چونڊ ۾ يونين ڪميٽي جو چيئرمين چونڊيو ويو.

مير رسول بخش 1958ع ۾ عوامي ليگ ۾ شموليت اختيار ڪئي ۽ حڪومت جو نقاد رهيو. 1970ع ۾ صوبائي اسيمبليءَ جي عام چونڊن ۾ ڪاميابي حاصل ڪيائين. 1972ع ۾ سرڪاري حج وفد جي سربراهه جي حيثيت ۾ حج جي سعادت حاصل ڪئي ۽ 29 اپريل 1972ع ۾ سنڌ جو گورنر مقرر ٿيو. 13 فيبروري 1973ع ۾ انهي عهدي تان استعيفا ڏئي ڇڏيائين. 14 مئي 1981ع تي ڪيس سنڌ جو سينيئر وزير مقرر ڪيو ويو. مير صاحب کي انهن عهدن تي سندس صلاحيتن ڪري فائز ڪيو ويو هو. مير صاحب پهرين مئي 1982ع تي انتقال ڪيو.

**ٽالپر، مير سهراب خان:** مير سهراب خان ولد مير چاڪر خان خيرپور جي حڪومت جو باني هو. هي مير فتح علي خان جي والد، مير صوبدار خان جو سڳو سؤٽ هو. سندس جنم سن 1156هه بمطابق 1745ع ۾ ٿيو. سندس چاچي مير بهرام خان جي شهادت وقت هي 33 سالن جو جوان هو. ان ڪان پوءِ ٽالپرن جا ڪلهوڙن ۽ ٻين ذاتين سان جيڪي بہ مقابلا ٿيا، تن سيني ۾ شريڪ ٿي، پنهنجي شجاعت جا جوهر ڏيکاريائين. هالاڻيءَ جي جنگ ۾ ڪلهوڙن جي حڪومت جو خاتمو آيو. ان جنگ ۾ مير سهراب خان اهم ڪردار ادا ڪيو ۽ سنڌ جو فاتح بڻيو. مگر مير فتح علي خان جي ماتحتيءَ ۾ رهڻ بدران پنهنجا راڄ وٺي خيرپور ۾ الڳ حڪومت قائم ڪيائين. انهيءَ ڪري ٻنهي جي پاڻ ۾ اڻبڻت ٿي پئي، ايتري قدر جو ڪافي وقت تائين هڪ ٻئي کي ڌمڪيون ڏيندا رهيا. نيٺ ٽالپرن ۽ ٻين اميرن وچ ۾ پئي ٻنهي جو صلح ڪرايو ۽ مير فتح علي خان سن 1793ع ۾ خيرپور جي خودمختيار حڪومت کي تسليم ڪيو. ان ڪانپوءِ مير سهراب خان ۽ حيدرآباد جا مير هڪ ٻئي سان هميشہ ساٿ ڏيندا رهيا.

هنن ئي ڏينهن ۾ افغانستان جو بادشاهه شجاع الملڪ بہ دفعا يعني 1803ع ۽ 1814ع ۾ سنڌ تي ڪاهي آيو. پر ٻئي دفعا خيرپور ۽ حيدرآباد جي ميرن گڏجي سندس مقابلو ڪيو. سن 1817ع ۾ پنجاب جي راجا رنجيت سنگهہ جي ڪاهه جو افواهه ٻڌي ٻنهي حڪومتن جا لشڪر شڪارپور پهچي ويا، پر انگريزن جي معرفت صلح صفائي ٿي وئي. ان ڪان سواءِ بهاولپور جي نواب ڪان سبزل ڪوٽ وارو پرڳڻو ۽ جوڌپور جي راجا ڪان عمر ڪوٽ جو قلعو بہ گڏجي ورتائون. مير سهراب خان درياهه پار ڪري پٺاڻن جا موغليءَ وارا علائقا هٿ ڪيا. ان ڪان سواءِ ٻرڙڪيءَ جو پرڳڻو، روپاهه، چڪ، مزارچا، محمدا باغ، شاهه بيلي، بکر، سهڪجي ۽ ڪلواڙي تي بہ قبضو ڪيائين. مير صاحب 27 سال شان ۽ شوڪت سان حڪومت هلائي. 1811ع ۾ گوشہ نشين ٿي پنهنجي پڳ پنهنجي وڏي پٽ مير رستم خان جي حوالي ڪيائين.

مير سهراب خان کي ٽي گهرواريون هيون. هڪڙيءَ مان مير رستم خان ۽ مير غلام حيدر خان، ٻيءَ مان مير مبارڪ خان ۽ مير چاڪر خان ۽ ٽينءَ مان ننڍي ۾ ننڍو مير علي مراد خان ٿيو. پنهنجي وفات کان بہ سال اڳ تاريخ 4، ذوالقعد 1244 هجري بمطابق 1829ع تي هڪ وصيت نامو لکي،

پنهنجي اپت ٽنهي گهر وارين جي اولاد لاءِ هڪ جيتري مقرر ڪيائين ۽ مير رستم خان کي پڳ جي ڪري وڌيڪ حصو ڏنائين. مير صاحب وڏو داناءُ ۽ دورانديش، ڪرڙو ۽ ڏکهي نظر وارو حاڪم هو. جڏهن حيدرآبادي ميرن شجاع الملڪ سان معاهدو ڪيو، تڏهن سندن عقل تي افسوس ڪندي چوندو هو: ”بادشاهي ڪم هلائڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. اهي مير پنهنجو وعدو پورو ڪري نہ سگهندا ۽ اجايو پاڻ کي بدنام ڪري، بيوفائيءَ جو عذاب سهندا رهندا.“ هن کي افغانستان جي بادشاهہ وٽان ”شاهہ ناظر سنڌ“ جو لقب مليل هو. هو جيستائين جيئرو رهيو، تيستائين انگريزن جهڙي طاقت کي خيرپور جي حڪومت ۾ دست اندازي ڪرڻ نہ ڏنائين؛ حالانڪ حيدرآبادي ميرن انگريزن سان ٻہ ٽي معاهدا بہ ڪيا هئا. هڪ دفعي بارش پئي پئي ۽ مير صاحب پنهنجي محلات جي دريءَ مان گهوڙن جي ڪڙهہ ڏانهن ڏسي رهيو هو، تہ اوچتو سندس پير ترڪي ويو ۽ اتي ئي ڪري پيو ۽ دم ڏنائين. سندس وفات جو سال 1246 هہ بمطابق 1830ع آهي.

**تالپر، مير شهداد علي خان 'حيدري'**: مير شهداد علي خان پٽ مير نور محمد خان ٽالپر پنهنجي والد جي وفات ڪانپوءِ حيدرآباد جي ٻي ۽ آخري چوياريءَ ۾ شريڪ ٿيو. ان وقت مير شهداد خان ۽ مير حسين علي خان جي وچ ۾ ملڪيت تان تڪرار ٿي پيو. مير نصير خان، مير شهداد خان جي طرف هو، چاڪاڻ تہ ڪيس حق تي ٿي سمجهيائين، احمد خان لغاريءَ جي چرچ تي مير صوبدار خان، مير حسين علي خان کي اپاري رهيو هو. جهيڙو شايد وڌي وڃي ها، پر ميجر آئوٽرام جي وچ ۾ اچڻ ڪري صلح صفائي ٿي وئي.


مير شهداد علي خان 'حيدري'

مياڻيءَ جي جنگ کانپوءِ مير شهداد خان کي بہ گرفتار ڪري ڪلڪتي موڪليو ويو، جتي مٿس سنگين الزام هنيو ويو تہ هن انگريز فوج جي ڪئمپ کي باهہ ڏياري ۽ ڪيپٽن اينس کي قتل ڪرايو هو. انهيءَ الزام ۾ ڪيس ٻين مير صاحبن کان جدا سورت ۾ اڪيلو قيد ۾ رکيو ويو. ثبوت نہ ملڻ ڪري لارڊ ڊلهائوسيءَ مير صاحب کي باعزت بري ڪيو ۽ سورت مان ڪلڪتي ۾ مير صاحب کي قيد تنهائيءَ ۾ رکيو ويو. جيئن تہ مير صاحب شاعر هو، سندس تخلص ”حيدري“ هو. قيد تنهائي ۾ اهڙا تہ درد انگيز نظم چيائين، جن جي پڙهڻ سان سندس غم جو اندازو ٿئي ٿو. اهي نظم سندس ديوان ۾ موجود آهن. سندس ديوان صفدر حسين ميرزا 'سيفي' مڪمل احوال سان مرتب ڪري چڪو آهي. مير شهداد خان 7 محرم الحرام 1284هہ/ 28 آگسٽ 1857ع جو ڪلڪتي جي قيد خاني ۾ وفات ڪئي. سندس لاش کي حيدرآباد آڻي ميرن جي قبن تي دفن ڪيو ويو. سندس مزار تي هي ڪتبو لکيل آهي. ”تاريخ وصال مرحوم صاحب مير شهداد خان ٽالپر عليہ الرحمہ هفتم ماهہ محرم 1284 هہ.“

**تالپر، مير شير محمد خان**: 1806ع ڌاري مير ثاري خان جي پٽ مير علي مراد خان، ميرپورخاص جو شهر ٻڌايو هو. ٽيهارو سالن کان پوءِ 1836ع ۾ مير علي مراد خان وفات ڪئي. ڪانئس پوءِ، ميرپور خاص جي گاديءَ تي مير شير محمد، مير شير محمد خان ماڻڪاڻي تخت نشين ٿيو. مير شير محمد خان جو جنم، 17 مئي 1810ع ۾ ميرپور خاص ۾ ٿيو. سندن تعليم لاءِ هالا جي قاضي خاندان مان، ان وقت جا وڏا عالم ۽ فاضل سندن اتاليق مقرر ڪيا ويا. مير صاحب کي پنهنجي مادري زبان بلوچي ۽ سرائڪيءَ ۽ سنڌيءَ کان سواءِ، فارسي ۽ عربيءَ جي پڻ تعليم ملي. مير صاحب انهن زبانن ۾ ماهر هو. مير صاحب جو رنگ گورو، قد پورو پنو چهرو ويڪرو هو طبيعت شوخ. ڳالهائڻ ٻورو ۽ حشمت وارو هوندو هو 1836ع ۾ ميرپور خاص ۾ سندس تخت نشيني ٿي، جنهن بعد سمورا سنڌ جا پير ۽ سجاده نشين مير ۽ امير ۽ بلوچ سردار، سندس والد جي فاتح خوانيءَ تي آيا هئا. جن ڪيس پڳ ٻڌائي. اها رسم نهايت شاهاڻي نموني ۾ ملهائي وئي.

مير صاحبن، سنڌ کي لاڳيتن ۽ ڳنڍيل ٽڪرن ۾ ورهايو هو بلڪ مختلف علائقا ڪري ورهايا هئائون. مثلاً:

1. ٽرجو علائقو حيدرآباد سرڪار وٽ هو.
2. سانگهڙ، کپرو ۽ مورو، ويندي نصرپور تعلقي تائين، ماڻڪاڻي سرڪار وٽ هو.

مير صاحب وٽ زرخيز ۽ آباد علائقو فقط لاڙ جو هو. ليڪن مير صاحب، ساڳرو واهہ ڪٽايو. جو اڳتي هلي ٽالپرن ۾ جهڳڙي جو سبب بڻيو. ان سبب ڪري، ميرپور خاص وارو ملڪ گلزار ۽ سبزه زار بنجي پيو. ماڻهو ڏاڍا سکيا ۽ ستابا هئا. مير صاحب جي دور ۾ ڪڏهن بہ ڏڪار نہ پيو. ملڪ ۾ چورين ۽ ڦرون جڻ تہ هيون ئي ڪين. علم جي عام نہ هو تہ ماڻهو صفا جٽ بہ نہ هئا. عربي، فارسي ۽ سنڌي زبانن ۾ درس ۽ مڪتب جام هئا، جن ۾ هزارين شاگرد دين جو علم حاصل ڪندا هئا. انهن کي مير صاحب وٽان ساليانو لوازما ملندا هئا. ان دور جي نصاب جي اپٽار انگريز سياح برٽن ڪئي آهي. سنڌ جو مشهور عالم باعمل، فقيہ ۽ صوفي، مخدوم فقير عبدالرحيم گرهوڙي، جيڪو مير ثاري خان جو استاد هو. ان جو مدرسو ان دؤر ۾ نمايان حيثيت حاصل ڪري چڪو هو. سندن مدرسي ۾ هزارين طالب علم پڙهندا هئا. جن جو خرچ گهڻو ڪري مير صاحب ڏيندو هو. ان کان سواءِ ميرپور خاص ۽ لاڙ ۾ پڻ وڏا مدرسا هئا. مثلاً گرهوڙ، چوٽيارين، بدين وغيره. جن ۾ فارغ التحصيل شاگردن کي باقاعده سَندون ملنديون هيون. اهي شاگرد فراغت کان پوءِ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پکڙجي ويندا هئا ۽ ديني مدرسا قائم ڪندا هئا. ملڪ ۾ سرڪار جي اها حالت هوندي هئي جو جڏهن منداٽا مينهن وسندا هئا، تڏهن درياهہ سنڌ تي مکڻ جون ٻيڙيون پرچي وڪامنديون هيون. ڪڻڪ بہ اناج جي جنس جي قيمت مڻ وڌ ۾ وڌ ٻہ روپيا هئي. ان دور جي اناج ۽ جنسن جي اگهہ- پاڙ جي اگهوتري، حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ پنهنجي ڪتاب ”ميرن جي صاحبيءَ“ ۾ بيان ڪئي آهي.

ٽالپرن جو مکيہ لشڪر، بلوچ قوم مان هو، جنهن جي سردارن کي لشڪر جي سنڀال ۽ ڪاڌ خوراڪ جي معاوضي ۾ جاگيرون مليل هيون. لشڪر ٻن قسمن جو هو، هڪ باقاعده ۽ ٻيو سرداري لشڪر. باقاعده فوج کي هڪ جرمن نسل جو مسٽر سئمسن تعليم ڏيندو هو تربيت جي لحاظ سان. مير صاحب جو توبخانو سنڌ جي باقي سمورن حڪمرانن جي توبخانن کان بهتر هو. باقاعده لشڪر جي سوار کي خوراڪ سميت ٽيهہ روپيا ماهوار ملندا هئا. هي اهو سُڪار جو زمانو هو، جنهن ۾ اناج جو مڻ ٻن روپين ۾ ملندو هو ۽ هڪ لوڻ جي ٻوريءَ جي قيمت فقط ٻہ پايون هئي ۽ جوئر جي مڻ جي قيمت فقط چوڏهن آنا هئي! بيقاعده فوج ۾ جن کي هٿيار نہ هوندا هئا، انهن کي هٿيار ملندا هئا. انعام، خلعتون ۽ روزينا انهن کان علاوه مقرر هوندا هئا.

سنڌ ۾ ان وقت سمورن ٽالپر حڪمرانن ۾ مکيہ حڪمران مير نصير خان، مير رستم خان، مير صوبدار خان ۽ مير، مير محمد خان ليکيا هئا. انگريز جيڪو مڪاريءَ ۽ سوديبازيءَ ۾ باهمي اختلاف پيدا ڪرڻ واري سازش سان سڄي ايشيا کي پنهنجي غلاميءَ جي زنجيرن ۾ جڪڙي رهيو هو، اهي سڀ هٿيار نهايت زور ۽ شور سان هٿ بہ ڪم آڻي رهيو هو. ٽالپرن کي ڏارين سان ويڙهائڻ ۽ ٽالپرن کي پاڻ ۾ ويڙهائڻ، اهي سندس مکيہ طريقا هئا، جن جي بدولت آخرڪار انگريز سنڌ ۾ ڪامياب ٿيو.

مير شير محمد خان يا ميرپور سرڪار جي ٻئي ڪنهن بہ حڪمران ڪڏهن بہ افغان سرڪار يا انگريزن کي دل نہ ڏني هئي. نڪو ساڻن محڪوميءَ ۽ غلاميءَ جو ڪو عهد ناموءَ ئي ڪيو هو. ان ڪري انگريز هميشہ ڊمريا رهيا تہ ”مير شير محمد“ اهڙين ڪرڻ جو ٽوڳ گهري. ان خار وچان انگريزن مير شير محمد خلاف حيدرآباد جي ميرن کي ڀڙڪائڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي. نفاق وجهڻ جي سلسلي ۾ اهڙين مشهور ڪيائون تہ مير شير محمد خان پاڻ، حيدرآباد سرڪار جو محڪوم آهي. ان ڪري جيڪي بہ عهدناما اسان حيدرآباد سرڪار سان ڪيا آهن، سي خودبخود ميرپور سرڪار سان بہ لاڳو ٿين ٿا. جڏهن ميرپور سرڪار ان پوزيشن کي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيو، تڏهن لاچار ٿي ميرپور خاص سان ڌار هڪ انڊومنڊو عهدنامو ڪيائون، جنهن ۾ مير صاحب جي خودمختياريءَ واري حيثيت کي تسليم ڪيائون. پر اندر ۾ فساد ۽ نفاق جي باهہ کي ڀڙڪائيندا آيا ۽ ڪنهن موقعي جي تلاش ۾ سازشون سٽيندا آيا. مير صاحب هڪ مدبر ۽ سياستدان هو. مير صاحب جي نگاهہ، سڀڪجهہ سمجهي ورتو تہ هي سڀڪجهہ مڪاريءَ ۽ چالاڪيءَ جي تحت ڪيو ويو آهي. ان انگريزي سازش کي ختم ڪرڻ لاءِ پاڻ حيدرآباد سرڪار کي صلاح ڏني تہ هو پاڻ ۾ ملي انگريزن کي گڏجي تڙي ڪڍن.

اها هڪ حقيقت آهي تہ سنڌ ملڪ هن کنڊ جي نهايت زرخيز حصن مان هڪ هو ۽ ان طرح سنڌ ملڪ افغانستان ۽ ايران جي شاهراهن جو گذرگاهہ پڻ هو. انگريزن جون حريص نگاهون اهو سڀ ڪجهہ ڏسي چڪيون هيون تہ ڪيئن ۽ ڪٿان ڪاهڻ گهرجي. هونئن بہ انگريزن سنڌ فتح ڪرڻ لاءِ ٽالپرن سان جنگ ڪئي ۽ لاچار عوام پنهنجي وطن سنڌ جي آزاديءَ ۽ خودمختياريءَ لاءِ آزاديءَ جي جنگ جو جهنڊو بلند ڪيو. ان سلسلي ۾ اول مياڻيءَ جي ميدان تي، 18 فيبروري 1943ع تي پنج هزار بلوچن ۽ سنڌين گڏجي پنهنجي آزاديءَ تان جان فدا ڪندي، شهادت جو درجو حاصل ڪيو. ساڳي ئي وقت سرچارلس نيپيئر مير شير محمد ڏانهن خط لکيو تہ ”اوهان سان اسان جو ڪو بہ جهيڙو نہ آهي.“ مياڻيءَ جي لڙائي جو ٻڌي مير صاحب پنهنجن ڏهن هزار بلوچي سنڌي لشڪر ۽ توبخاني سميت تنڊي الهيار تائين وڌي آيو. پر اتي پهچندي مياڻيءَ جي جنگ جي شڪست جو ٻڌائين ۽ جنگي صلاحڪارن جي صلاح تي جنگي مصلحتن کي اڳيان رکندي في الحال واپس وريو. ميجر آئوٽرام پنهنجي ڪتاب ”ڪمينٽري آن دي ڪنڪسيٽ آف سنڌ“ ۾ نيپيئر جا چڱا چوڏا لاٿا آهن تہ ڪيئن نہ نيپيئر مڪاري ڪري مياڻيءَ ۾ مير صاحب سان وڙهيو ۽ مير صوبدار خان کي بيگناهہ قيد ڪيو ۽ ٽالپرن جي حرمن ۾ ڦرلٽ ڪئي. نيپيئر مير صاحب کي لکيو تہ تون لشڪر کي ڇڙو ڇڙ ڪر ۽ پيش پئو پر پيش پوڻ مان تہ ظاهر هو تہ سندس اهڙو حال ٿئي ها جهڙو مير صوبدار خان جو ٿيو. مير صاحب هڪ آزاد حڪمران هو. ڪيس هر ڪو حق حاصل هو تہ هو پنهنجي بچاءَ لاءِ لشڪر گڏ ڪري، ان طرح ساڳئي وقت تي حيدرآباد جي ٽالپرن طرفان، ”هوش محمد شيدي“ تلوار ڪٽي، مير صاحب وٽ آيو تہ تون انگريزن جي سامهون ٿي. اهڙيءَ حالت ۾ مير صاحب انگريزن سان جنگ ڪرڻ لاءِ تيار ٿيو.

نيپيئر پنهنجي ناپاڪ ارادن سان عمدي لشڪر ۽ توبخاني سميت، حيدرآباد جي ويجهو ناريجن جي ڳوٺ ۾ مير شير محمد جي سامهون ٿيو. مير شير محمد سان انهيءَ وقت جي بزرگن جي چوڻ موجب اٽڪل 15 هزار ڪن فوج هئي. ٽن ڪلاڪن جي خونريز ويڙهہ کان پوءِ جڏهن نيپيئر پنهنجي شڪست کي اکين سان پٽي ڏٺو، تڏهن هن پنهنجن جهونن نمڪخور غدارن جي آڙ ورتي. ان سازش ۾ مير صاحب جي بارود کي باهہ لڳائي وئي. ان حالت ۾ بلوچ فقط تلوارون ۽ نيزا کڻي انگريزن جي سامهون ٿيا.

اها لڙائي 24 مارچ 1843ع تي لڙي وئي. جنهن کانپوءِ سنڌ جي بلوچن شير سنڌ جي سرڪردگيءَ ۾ هڪ قسم جي عام گوريلا جنگ چالو ڪري ڏني، جا ڪافي وقت تائين هلندي رهي. ڏٻي جي جنگ ۾ مير غلام علي خان ٽالپر، مير علي خان ٽالپر، هوش محمد شيدي، رئيس گهنور خان مري، پنج هزار بلوچ سپاهہ سان گڏ شهادت جو جام نوش ڪيو ان وچ ۾ جهڏي جي ٽالپرن، شير سنڌ جي حڪم سان جهرڪن وٽ، آغا خان جو جهاز ڦريو مير صاحب جي مقبوليت جو اهو حال رهيو جو عام ماڻهو دلون بہ ڪيس پهچائڻ لڳا. ان جي مقابلي ۾ انگريز اگرچہ ملڪ جا فاتح هئا، تنهن هوندي بہ مير صاحب جي مقابلي ۾ پاڻ کي بيوس سمجهڻ لڳا. انگريز ان پريشانيءَ ۾ مبتلا رهيا تہ مير صاحب هزارن سپاهين جي فوج سان، اجا تائين انگريزن جي فتح ۽ حاڪميت کي قبول نہ ڪيو آهي، ۽ سندس مقبوليت جيئن پوءِ تيئن وڌي رهي آهي. سندس حوصلي ۽ بهادري جا ڪارناما ڏسي، ڪيس مير صاحب سڏيو وڃي ٿو. ان ڳالهہ کي ڏٺي، انگريز اها سازش سٽي تہ ڪيئن بہ ڪري، مير صاحب کي مفلوج ڪجي. ان سلسلي ۾ 6 اپريل تي عمرڪوٽ وٽ، انگريزن سان بلوچ سپاهہ جون جهڙپون ٿيون. انهن جهڙپن ۾ بلوچن مردانہ وار مقابلو ڪيو ۽ انگريزن کي سخت پريشان ڪيو پر هٿيارن جي گهٽتائيءَ سبب اهو معرڪو ائين جو ائين رهجي ويو ۽ ڪو بہ فيصلو نہ ٿيو. نيپيئر انهن حالتن کي تاڙي ورتو تہ مير صاحب مير شير محمد سان سامهون مقابلو ڪرڻ مصلحت جي خلاف آهي. اهو سوچي لاچار ٿي مير صاحب کي خط لکيائين، جنهن جو اختصار مرزا قليچ بيگ، پنهنجي تاريخ ۾ آندو آهي:

”اي سردار! تون اسان سان صلح ڪر تہ اسان توکي پنهنجو ساڳيو ملڪ موٽائي ڏينداسون.“

شير سنڌ نيپيئر جي مڪاريءَ کي تاڙي ورتو هو، جنهن ڪري جواب ڏنائين تہ: ”غير جي غلاميءَ کان موت بهتر آهي. دشمنن جي موجودگيءَ ۾ نہ آزادي برقرار رهي سگهي ٿي ۽ نہ سنڌ جي حاڪميت ئي شانائتي چئي سگهجي ٿي.“

شير سنڌ نيپيئر جي پيشڪش کي رد ڪندي پنهنجي جدوجهد کي منظم نموني ۾ جاري رکڻ جا حڪم صادر ڪيا. انگريزن پيش بينيءَ کان ڪم وٺندي، درياهہ تي سخت پهرو رکايو تہ جيئن اولهہ سنڌ جي ڪابہ بلوچي امداد، مير صاحب تائين پهچي نہ سگهي. ان کان پوءِ نيپيئر بيو بہ هڪ عيارانہ حربو استعمال ڪيو جنهن سان سنڌ جي جاگيردار طبقي کي لب ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. نيپيئر اعلان ڪيو تہ: ”جيڪي بہ جاگيردار پيش پوندا ۽ انگريز جي آڏ مڃيندا، تن کي سندن جاگيرون موٽائي ڏنيون وينديون ۽ سندن ملڪيتون پڻ سلامت رکيون وينديون!“

ان اعلان ۾ رنگ لاتو. ڪيترا جاگيردار وچي پيش پيا. مير صاحب جي طرفدارن مان سڀ کان اول، نواب احمد خان لغاري تاجپوري، اها رٿ ٺڪرائي، پر ٻين. باقي سڀني جاگيردارن آڻ مڃي ۽ جاگيرون ورتيون. اهڙيءَ طرح سان جاگيرداريءَ سنڌ کي انگريزن جو غلام ٺاهيو ۽ مير صاحب لاءِ وڏيڪ ڏکيا ڏينهن آيا. سنڌو درياهه تي انگريزن جي پهري سبب جبل جا بلوچ مير صاحب تائين پهچي نه سگهيا. مير صاحب جي جدوجهد ۽ تنظيم کي ڏسي نيپيئر حڪم ڪيو ته: ”مير شير محمد خان ضرور هٿ ڪيو وڃي، جيئرو يا مئل. ان تي وڏو انعام، خلعت ۽ جاگير ڏني ويندي.“

سنت، موجوده شهدادپور جي زنديڪ، اپيور ۾ انگريز فوج جي مهندار، مسٽر جيڪب جي ڪئمپ تي مير صاحب پنهنجي پنج هزار بلوچ فوج سان حملي ڪرڻ جو ارادو ڏيکاريو. ليڪن سندس هڪ سپاهي جي غداريءَ جي ڪري، جيڪب تي رٿيل حملو ناڪام ثابت ٿيو. افسوس اهو آهي ته ان لڙائيءَ ۾ مير خان محمد خان ٽنڊي غلام عليءَ واري عين موقعي تي حوصلو هاري وڌو. 13 جون تي وري سيوهڻ کان سورهن ميلن جي پنڌ تي پير آريءَ وٽ مير صاحب جي ٻئي نمبر پاءِ مير شاهه محمد خان 1200 بلوچ سپاهه سان، ليفٽيننٽ رابرٽس سان سخت لڙائي ڪئي. پر ڪن غدارن جي اندروني حڪمت عملي سان قيد ٿي ويو. اهڙيءَ طرح سان مير علي مراد خان جي انگريز نوازي ۽ سازش ۽ مصلحت مير صاحب جي جدوجهد ۽ جهاد ۾ قدم قدم تي رڪاوٽون پيدا ڪري وڌيون. مير صاحب جا ٻه پائر گرفتار ٿي چڪا هئا ۽ هزارين مجاهد، سنڌ تان پنهنجي جان قربان ڪري شهيد ٿي ويا ۽ ڪيئي ڦٽجي ۽ زخمي ٿي، جنگ کان لاچار ٿي پيا. اهڙين حوصلہ شڪن حالتن هوندي به مير صاحب آڻ نه مڃي. نڪو انگريزن پاران پيش ڪيل صلح ۽ خودمختياريءَ جي پيشڪش کي قبول ڪيائين ۽ نڪو پنهنجي پائرن جي بغاوت ۽ ڪوتاهه بينيءَ تي پريشان ٿيو. اهڙين حالتن هوندي به جبل جي بلوچ پائرن کان مدد وٺڻ لاءِ اوڏانهن روانو ٿي ويو. جبل جي بلوچن ڏانهن وڃڻ مهل سنڌو درياهه بدين وٽان مقامي لغاري بلوچن جي مدد سان پار ڪيائين، جنهن جو سردار اميد علي خان لغاري هو.

جنرل جيڪب جي ريمارڪس تي تبصرو ڪندي، سنڌ جو ڪمشنر مسٽر جيمس چاٽائي ٿو ته: ”چانڊيا ۽ منگسي بلوچ، مير شير محمد خان جي اثرهيٺ آهن ۽ هو وري فرانس جي اثرهيٺ آهي.“

”هسٽري آف اٿلينيشن“ مان اسان کي اڳي ئي معلوم ٿي چڪو آهي ته مير شير محمد امداد لاءِ جبل جي بلوچن ڏانهن ويو هو. ان طرح خيرپور جي تاريخ لکندي، مرزا قليچ بيگ لکي ٿو ته: ”ڊومڪين جي سردار کي مير شير محمد خان جي چرچ هئي، جو انگريزن جي سامهون ٿيو.“

اها بيشڪ هڪ تاريخي حقيقت آهي ته مير صاحب جي دعوت تي جن ٻه سردارن لبيڪ ڪئي، تن نهايت بهادري سان انگريزن کي ٽوٽا چٻايا. اهڙي طرح مري بلوچ، جي مير صاحب جا عزيز ٻه هئا، تن ٻه انگريزن سان سخت مقابلا ڪيا. ان سلسلي ۾ اها ٻه هڪ تاريخي حقيقت آهي ته باوجود ايتري سخت تڪليف ده ماحول جي، مير شير محمد، جيڪب آباد ضلعي جي ڪن سرحدي شهرن تي قبضو ڪري ورتو. پر اتي ٻه مير علي مراد خان ٽالپر جي ورغلائڻ تي بلوچن ۾ نا اتفاقي پيدا ٿي ۽ جنهن ڪري ڪيس اهي شهر خالي ڪرڻا پيا. مير صاحب سنڌ جي آزاديءَ جي سلسلي ۾ اٽڪل ٻه ٽي سال بلوچستان جي سرحدي سردارن ۾ رهيو. اهو سمورو وقت انگريزن جي برخلاف جدوجهد ڪندو رهيو. انهيءَ جدوجهد ۾ انگريزن وقت تي ست ۽ اٺ هزار فوج، توبن ۽ سوارن جي وڏي اتالي سان مير صاحب تي ڪاهون ڪيون. انهن ڪاهن لاءِ مشهور ڪيو ويو ته اهي ڪاهون سرحدي بلوچن جي بغاوت جي خلاف آهن. حالانڪ اهي حملا مير صاحب جي خلاف هئا. پر چالاڪي ۽ عياري ڪري، مير صاحب جو نالو مخفي رکيو ويو، تاڪ سنڌ جو عوام پڙڪي نه اٿي. هي اهو نازڪ وقت هو جنهن ۾ انگريزن سارو هندوستان ڦٻايو هو ۽ هڪ هڪ صوبي جي حاڪم ۽ راجا کي زير ڪيو هو. مير صاحب جي جدوجهد ۾ سرحدي بلوچ ٻه وطن جي آزاديءَ جي سلسلي ۾، حق ادا ڪري، هزارن جي تعداد ۾ شهيد ٿي چڪا هئا ۽ بلوچي طاقت منتشر ٿي چڪي هئي. ٻئي طرف مير علي مراد خان، هر طرح سان انگريزن جي مدد ڪري رهيو هو. تنهنڪري مير صاحب، طاغوتي طاقتن جي آڻ نه مڃيندي، لاچار ٿي قنڌار جي مسلم حڪومت کان مدد وٺڻ خاطر قنڌار روانو ٿيو.

شير سنڌ سان پهريائين جبل جي سرحدي بلوچن ڏانهن ويندي پنج هزار بلوچ ساڻ هئا، جي پوءِ آهستي آهستي گهٽ ٿيندا ويا. ٽالپرن جي خاندان مان فقط ساٺس سندس سؤٽ مير تاج محمد خان ۽ پٽس مير فتح خان، جو اٽڪل ڏهن ٻارهن سالن جو هو، ۽ سردارن مان جعفر خان مري ۽ وڏن سردارن مان رئيس سردار احمد خان لغاري، موجوده تاجپور جي لغارين جو وڏو پڳدار ۽ سردار ٻه ساٿس گڏ هئا. سردار احمد خان شير سنڌ سان لاهور تائين گڏ هو. انهن ۾ مکيه مهندار جي حيثيت سان انگريزن جي خلاف ڪم ڪندو رهيو. ان کان پوءِ مير شير محمد جي مشوري ۽ مصلحت سان سردار احمد خان لغاري، سنڌ ڏانهن واپس وريو. هٿ انگريزن ڪيس پنهنجي قبضي ۾ آڻڻ لاءِ ڪيئي حربا هلايا، پر ڪامياب نه ٿيا. سردار احمد خان جاگيرن جي آڇ ٻه ٺڪرائي ڇڏي. ان وقت مير صاحب وٽ باقي هڪ هزار ساٿي وڃي رهيا.

مير شير محمد کي پٺاڻن جي مسلم حڪومت ۾ پورو پورو پروسو هو. ته هو سنڌ جي آزاديءَ جي سلسلي ۾ پوري پوري مدد ڪندا. اهو پڪو پهه ڪري، مير شير محمد افغانستان کان مدد حاصل ڪرڻ لاءِ قنڌار روانو ٿيو. جڏهن اتي پهتو تڏهن اتي جي حالت ئي خراب ڏٺائين. مدد ته مدد جي ماڳ، انگريزن جي رشوت ۽ آڇ تي موهجي، اُلٽو ڪيس قيد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي. ان سلسلي ۾ مير شير محمد کان پنج لک روپين جي تقاضا ڪئي ويئي، جا لاءِ ته انگريزن مير شير محمد جي سِرَ لاءِ افغانين کي وڏي رقم جي آڇ ڪئي هئي. افغان سفيرن پنجن لکن جي تقاضا ڪندي چيو ته اها رقم ڏيندا ته پوءِ اوهان کي هتان واپسيءَ جي اجازت ملندي. مير صاحب افغانن جي هن عيارانہ سازش تي حيران رهجي ويو. پر حوصلي کان ڪم وٺي ڪين شرمايائين ۽ رقم ڏيڻ کان صفا انڪار ڪري ڇڏيائين. ان وچ ۾ شهر کي اوچتو اچي باهه لڳي. مير صاحب ان کي ازغيبي اشارو تصور ڪري، پاڻ حفاظت سان پنجاب روانو ٿيو. پنجاب جي سک حاڪمن سان، مير صاحب جو ان ڪري رستو هو جو هو ٻه ان وقت ۾ انگريزن جي خلاف هئا. مير صاحب سڌو لاهور پهتو. جتي سک راجا سندس استقبال ڪيو ۽ ڪيس شاهانہ اعزاز سان پاڻ وٽ معزز مهمان ڪري رهايو ۽ ڪيس چوويهه ڳوٺ جاگير طور ڏئي، سندن حاڪمانہ حيثيت کي قبول ڪيو. ان کان پوءِ ستت ئي انگريزن پنجاب ٻه فتح ڪري ورتو. پنجاب جي فتح کان پوءِ انگريزن ساري هندوستان تي حاڪميت جي دعويٰ ڪئي. اهڙي نموني هاڻي مير شير محمد لاءِ ڪنهن ٻه خارجي مدد جو آسرو نه رهيو.

مير شير محمد زماني جي انقلاب کي ڏسي، شڪست خورده نه ٿيو ۽ نڪا آڻ مڃيائين. ان وقت پنجاب ۾ برٽش ايجنٽ، ليفٽيننٽ ڪرنل مسٽر لارينس هو.

اهو مير شير محمد جي شجاعت ۽ غيرت کان نهايت متاثر ٿي چڪو هو ۽ ساڻس ادب ۽ احترام سان پيش ايندو هو. ڪرنل لارينس جي دوستانه پيشڪش تي مير شير محمد سنڌ ڏانهن واپس ورڻ جي صلاح قبول ڪئي. ان سلسلي ۾ مير شير محمد جا هيٺيان شرط قبول ڪيا ويا:

1. جي به ٽالپر ۽ سنڌ جا فداڪار نظربند آهن، اهي بنا شرط جي آزاد ڪيا وڃن.
2. مون کي ميرپور خاص ۾ رهڻ جي اجازت ڏني ويندي.
3. انگريز مون کي ڪنهن به اهڙي مدد لاءِ نه چوندا، جنهن ۾ مون کي پنهنجي عوام سان وڙهڻو پوي.

ان طرح سان 1853ع يا 1854ع ڌاري مير شير محمد سنڌ ۾ آيو. 1854ع کان پوءِ انگريزن جي خلاف 1858ع ۾ جنگ آزمائي شروع ٿي. ان ۾ سنڌ جي ٽالپرن به شرڪت ڪرڻ جو فيصلو ڪيو پر عين وقت تي حيدرآباد جي هڪڙي ٽالپر راز ظاهر ڪري وڌو ۽ سموري اسڪيم درهم برهم ٿي وئي. بهادرشاهه بهادر، ان سلسلي ۾ مير شير محمد کي امداد لاءِ خط لکي موڪليو. ان تي مير شير محمد نقد رقم سان ڪيترا بلوچ سپاهي ڏانهنس موڪليا. مير شير محمد جي ڪارنامن ۽ مقبوليت کان مجبور ٿي، ڪيس I.S.C.K جو خطاب ۽ تمغو ڏنو ويو. سندس درجو ۽ مرتبو هميشه لاءِ گورنر جي برابر تسليم ڪيو ويو. ڪمشنر جڏهن به ميرپور خاص ۾ ايندو هو، تڏهن مير شير محمد سان ملاقات، سندس ڳوٺ وڃي ڪندو هو. انگريز مير شير محمد جو انتهائي ادب ۽ خيال رکندا هئا. مير شير محمد انگريزن جي دؤر ۾ به شاهاڻي عظمت سان رهندو هو ۽ فيصلا به پاڻ ڪندو هو. سندس ان حيثيت کي انگريزن به تسليم ڪيو. مير شير محمد جڏهن حج تي وڃڻ جو ارادو ظاهر ڪيو تڏهن حڪومت جي خرچ تي بنا ڀاڙي جهاز ڪيس ڏنو ويو جنهن ۾ حج ڪري آيو. سنڌ جي هن آخري محب وطن مجاهد 24 آگسٽ 1876ع تي ميرپور خاص ۾ وفات ڪئي.

**ٽالپر، مير صوبدار خان 'مير'**: مير صوبدار خان مير فتح علي خان جو فرزند هو. هو مير فتح علي خان جي آخري پساهن وارين گهڙين ۾ ڄائو هو ۽ هن اکين جي نُور جو نالو صوبدار رکيو ۽ جلد وفات ڪري ويو. مير صاحب جي پرورش چاچن ڪئي.

مير صوبدار خان وڏو ٿي پنهنجي چاچن کان حڪومت جي حصي وٺڻ لاءِ جنگ جو اعلان ڪيو پر ڪامياب نه ٿيو. جيتوڻيڪ چڱو خاصو لشڪر تيار ڪرايو هئائين. بعد ۾ جاگير جي هڪ حصي تي گذران ڪرڻ لڳو. جيئن ته مير صاحب ابتدا کان وٺي انگريزن جو وفادار رهيو. ان ڪري سندس اهو خيال هو ته مير علي مراد وانگي ڪيس به انگريز وفاداريءَ جي صلي ۾ حڪومت ڏيندا، پر مياڻيءَ جي جنگ بعد مير صوبدار کي به ٻين مير صاحبن وانگر قيد ڪري هندستان موڪليو ويو.


مير صوبدار علي خان ٽالپر

مير صاحب علم پرور ۽ سٺو شاعر هو. سندس تخلص "مير" هو. سندن تصنيفون هي آهن:

1. مثنوي سيف الملوڪ (تاليف سن 1247هه/ 1831ع).
2. مثنوي فتح نامه (تاليف سن 1244هه/ 1828ع) هيءَ مثنوي ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي عهد جي تاريخ آهي، جيڪا ميرزا عباس علي بيگ مرتب ڪري چڪو آهي.
3. مثنوي خسرو شيرين (تاليف سن 1255هه/ 1839ع)
4. مثنوي جدائي نامه هيءَ مثنوي مير صاحب ڪلڪتي ۾ 1260هه/ 1844ع ۾ لکي.
5. ديوان مير، هي ديوان سن 1240هه/ 1824ع ۾ مرتب ڪيائين، هن کان پهرين مير صاحب جا ٻه ديوان گم ٿي چڪا هئا.

مير صاحب جيڪا منڊي پائيندو هو ان تي هيءَ تحرير لکيل هئي: "صوبدارم من از نبي و ولي" (1258هه/ 1842ع).

تڪملهءِ مقالات الشعرا جي مصنف مخدوم محمد ابراهيم خليل مير صوبدار جي تصنيف ڪيل فتح نامي بابت لکيو آهي ته "مير محمد حسن علي خان ابن مير محمد نصير خان فتح نامي جو سنڌي نظم ۾ ترجمو ڪيو آهي"، تحقيق مطابق جيڪو غلط آهي. مير حسن علي خان سنڌ جي شاهنامي ۾ فتح نامه سيد عظيم الدين ۽ فتح نامه مير صوبدار خان بابت چوي ٿو ته مٿيان به فتح ناما مون پڙهيا آهن. مون پنهنجي شاهنامي ۾ اُهي حقيقتون بيان ڪيون آهن، جيڪي شاهه صاحب ۽ مير صاحب کان رهجي ويون آهن.

مير صاحب هڪ ديوان سن 1238هه ۾ مرتب ڪيو، جنهن جي تاريخ يوسف خدمتگار "چراغ دل" مان ڪڍي ۽ ان ديوان جو ديباچو مير صاحب نظم ۾ لکيو ۽ جيڪو هن 'جدائي نامي' ۾ شامل ڪري ڇڏيو. مير صاحب ڪلڪتي ۾ 14 رجب 1262هه/ 1845ع ۾ وفات ڪئي. سندس لاش کي خدا آباد ۾ آڻي سندس والد جي پير ۾ دفن ڪيو ويو. سندس مزار تي هيءَ تحرير موجود آهي:

"وفات جنت المڪان مير صوبدار خان عليه رحمته تاريخ چهاردم ماهه رجب 1262 هجري"

مير صاحب پنهنجي خاندان مان شادي ڪئي ۽ ڪيس هڪ پٽ جو اولاد ٿيو، جنهن جو نالو مير فتح علي خان رکيائين.

**ٽالپر، مير عباس علي خان**: مير عباس علي خان مير نصير خان ٽالپر جو پٽ هو. والد جي اوچتي وفات، سنڌ مان اقتدار ختم ٿي وڃڻ، پنهنجي عزيزن کان هزارين ميل پري رهڻ، اهي سڀئي ڏک هڪ ئي وقت اچي گڏ ٿيا. جيئن ته مير صاحب شاعر ابن شاعر هو. سندس تخلص "مومن" هو. سندس ديوان يادگار شاهڪار هو. افسوس مير صاحب جو ديوان، مير سانگيءَ جي وفات کان پوءِ ضايع ٿي ويو.


مير عباس علي ٽالپر

مياڻيءَ جي جنگ، ڪانپوءِ سنڌ جي ٽالپرن کي گرفتار ڪيو ويو. انهيءَ نظربنديءَ واري عالم ۾ گهڻي ڀاڱي ٽالپر وفات ڪري ويا. مير نصير خان جي وفات کان پوءِ سندس فرزندن مير محمد حسن علي خان ٽالپر ۽ مير عباس علي خان ٽالپر نئين ماحول سان نباهڻ جي ڪوشش ڪئي. مير عباس علي خان چار سالن کان پوءِ 1849ع ۾ ڪلڪتي ۾ هڪ انگريز عورت سان شادي ڪئي، جنهن بعد سندس زندگيءَ ۾ خوشيون موٽي آيون. انهيءَ انگريز عورت مان 1851ع ۾ مير عباس کي مير عبدالحسين خان سانگي پيدا ٿيو. مير سانگي جي ولادت جي ڇهن ڏينهن کان پوءِ سندس والده وفات ڪئي ۽ سندس والد مير عباس علي خان ٽالپر ڪلڪتي ۾ 28 سالن جي عمر ۾ تاريخ 8 رجب 1273هه/ 1856ع ۾ وفات ڪئي. مير صاحب جو موت اچانڪ بندوق جي گولي لڳڻ جي ڪري ٿيو. هڪ ٻي روايت مطابق سندس موت شينهن جي شڪار ڪرڻ وقت زخمي ٿي وڃڻ سبب ٿيو.

**ٽالپر، مير عبدالحسين خان ’سانگي‘**: شهداداڻي خاندان جو آخري فرمان روا، شاعر، نثر نويس ۽ افسانه نگار، مير عبدالحسين خان سانگي، مير عباس علي خان ٽالپر جو فرزند هو. سندس سنڌي شاعريءَ ۾ تخلص ”سانگي“ ۽ اردو ۽ فارسيءَ ۾ ”عبدالحسين“ هو.



مير عباس علي خان ڪلڪتي ۾ نظربنديءَ واري دور ۾ هڪ انگريز خاتون سان شادي ڪئي هئي. جنهن مان 1851ع ۾ عبدالحسين خان سانگي پيدا ٿيو. ٻي شادي پهرين زال جي مرڻ کان پوءِ ڪيائين، جنهن مان ڪيس مير احمد حسين ڄائو. جنهن ڏهن سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي. جڏهن مير عبدالحسين ڇهن ورهين جو هو ته سندس والد جو ڪلڪتي ۾ انتقال ٿيو ۽ پاڻ پنهنجي چاچي مير حسن علي خان سان گڏ رهڻ لڳو. 1863ع ۾ مير حسن علي خان جڏهن سنڌ واپس آيو ته مير عبدالحسين خان به ان سان گڏ سنڌ آيو. ڪجهه وقت سانگي پنهنجي چاچي مير حسن علي سان رهيو. پر پوءِ مير صاحب، مير محمد خان ۽ مير يار محمد خان سان گڏ رهيو جتي سندس والده به رهندي هئي.

مير سانگيءَ کي ڪلڪتي ۾ فارسي تعليم، سيد ميرزا حسن علي عرف ميرزا بزرگ ”وفا“ کان ملي. سنڌ ۾ اچڻ بعد سندس سنڌيءَ جو استاد آخوند احمد ولد آخوند عبدالعليم هالائي مقرر ٿيو. فارسي ۽ اردو شعر ۾ مولانا ابوالحسن لکنويءَ ۽ سنڌي شاعريءَ ۾ سيد غلام محمد شاهه ”گدا“ سندس استاد هئا. مير عبدالحسين جڏهن اوڻيهن سالن جو ٿيو ته ڪيس ”هزهائينس“ جو خطاب مليو.

سانگيءَ جي عمر جا پهريان ويهه سال پنهنجي وڏن جي سايي ۾ آرام ۽ آسودگيءَ ۾ گذريا، پر 1871ع ۾ مهراڻ جي ڪيٽيءَ ۾، جتي پاڻ شڪار ڪرڻ ويندو هو. اتي هڪ پيري شڪار ڪندي اوچتو سندس نظر هڪ مهاڻي ذات جي عورت تي پئي، جنهن جي هڪ ئي نظر سندس هوش وڃائي ڇڏيا. سانگي آيو ته شڪار ڪرڻ لاءِ هو پر هاڻي پاڻ شڪار ٿي ويو ۽ بيساخته چئي ڏنائين:

پاڻ آهيان شڪار ٿيو هاڻي
”سانگي“ ڪهڙو وڃي شڪار ڪريان

آخرڪار عشق رنگ لاتو ۽ مير صاحب ملاح ڇوڪري بيبي حاجران کي نڪاح ۾ آندو. شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي روضي تي پاڻ جمعي جي رات حاضري ڀرڻ ويندو هو ۽ صبح جو حيدرآباد ورندو هو. مير صاحب ۽ سندس گهرواري بيبي حاجران کي چار سال مس ٿيا، جو بيبي حاجران 24 رمضان 1291هه/ 1874ع ڏاري گذاري وئي. مير صاحب پنهنجي هن گهرواريءَ جي مڙهه کي ڀٽ شاهه ڪٺائي ويو ۽ حضرت شاهه عبداللطيف جي روضي جي ڇانوَ ۾ دفن ڪرايائين.

سانگيءَ جي زندگيءَ جو ٻيو دور 1877ع کان شروع ٿئي ٿو جنهن ۾ هن هڪ انگريزياڻي، ڊاڪٽر رائيٽ جي ڌيءَ سان شادي ڪئي. هي دور به سانگيءَ لاءِ عجب هو. اهل ۽ عيال جي پرورش، نالي ماتر پينشن، (1807ع ۾) مير حسن علي خان جي وفات ۽ ملڪيت جي مقدمي جي ناڪاميءَ سانگيءَ جي دل ۽ دماغ تي وڏو اثر ڪيو.

مير عبدالحسين خان سانگيءَ کي شاعري ورثي ۾ ملي هئي ۽ هن پنهنجي شاعريءَ جو آغاز اردو شاعريءَ سان ڪيو هو. جيئن ته مير صاحب جي پيدائش ڪلڪتي ۾ ٿي هئي، ان ڪري ننڍپڻ جا ست اٺ سال اتي ئي گذاريائين. سنڌ ۾ اچڻ کان پوءِ سندس تعليم لاءِ جيڪي استاد مقرر ٿيا، تن مان هڪ مولوي سيد ابوالحسن لکنوي هو، جيڪو پاڻ به شاعر هو. مير صاحب کي اردو شاعريءَ جو ذوق مولانا صاحب جي صحبت ۾ ٿيو. بعد ۾ سنڌي شعر چوڻ لڳو. سنڌي ۽ اردوءَ سان گڏ فارسيءَ ۾ به طبع آزمائي ڪيائين.

سانگي عالم، اديب ۽ عاشق مزاج شاعر هو. سندس علمي وسعت سندس شاعرانه شعور ۾ اضافو ڪيو، جنهنڪري هن شاعريءَ جي مقصد کي سمجهيو ۽ خاص ڪري نئين سنڌي شاعريءَ جي رائج رجحانن توڙي نين تقاضائن کي محسوس ڪيو ۽ ان ۾ جدت ۽ انفراديت پيدا ڪئي. ٻين شاعرن جي پيٽ ۾ سانگيءَ غزل ۾ نئين ماحول ۽ ٻوليءَ ۾ وڌيڪ ڪامياب تجربو ڪيو. هن پنهنجي شاعريءَ ۾ شيراز ۽ اتان جي باغن ۽ بلبلن جي ذڪر بجاءِ حيدرآباد ۽ سنڌو درياهه جي ڪناري کي ڳايو. مهراڻ جي ڪيٽيءَ ۽ گهاري کي حافظ جي مصليٰ ۽ رڪن آباد سان تشبيهه ڏنائين.

ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل مير سانگي جي باري ۾ لکيو آهي ته ”سانگي سنڌي ٻوليءَ جو اهو پهريون شاعر آهي، جنهن موزون شاعري ۾ قدرتي نظارن تي دلچسپ نموني لکيو آهي ۽ تخيلات جي دائري کان نڪري حقيقت نگاري ۾ قدم رکيو آهي.“

سانگي جنهن دور ۾ پيدا ٿيو ۽ نندو ٿي وڏو ٿيو، اهو سنڌ تي انگريزن جي اوائلي قبضي ۽ تسلط وارو دور هو. جنهن نئون سياسي، سماجي ۽ ادبي ماحول پيدا ڪيو سياسي لحاظ کان انگريزن جي غاصبانه قبضي جي ڪري هڪ ته وطن جي آزادي ختم ٿي ٻيو ته سندس خاندان تي زوال آيو ۽ تڪليفن مٿان تڪليفون آيون. سانگي پنهنجي هر شعر ۾ وطن تي فرنگيءَ جي قبضي، وطن جي تباهي ۽ ويراني، عزيزن دوستن کان دوريءَ جو ذڪر کليءَ طرح ڪيو آهي.

انهي غلاميءَ ۾ مير صاحب جنهن بهادريءَ سان انگريزن خلاف قلم کنيو، ان جو مثال همعصر شاعرن ۽ اديبن وٽ نہ ٿو ملي. وطن جي ويرانيءَ سان گڏ مير صاحب کي پنهنجي خاندان جي زوال ۽ ڌارين جي نا انصافين جو احساس هو. سانگي پهريون سنڌي شاعر هو، جنهن پنهنجي شعر ۾ وطن پرستيءَ ۽ قوميت جي جذبي جو اظهار ڪيو ۽ ڌارين جي غلاميءَ خلاف آواز بلند ڪيو.

مير صاحب جوانيءَ وارو زمانو شعر شاعريءَ ۽ شڪار جي شوق ۾ گذاريو. ڪيس مئجسٽريٽ بہ بنايو ويو. ان وقت مير صاحب جي عمر 27 سال هئي ۽ 45 سال هن عهدي تي فائز رهيو. 1922ع ۾ هن عهدي تان استعيفا ڏيڻ چاهيائين ٿي، پر وقت جي ڪليڪٽر اصرار ڪيو تہ توهان ڪيس هلائيندا رهو. سنڌس عمر بہ وڏي هئي پر ڏکن سانگيءَ کي پيري ۾ داخل ڪري ڇڏيو هو. ان ڪري مير صاحب ڪيس هلائڻ بند ڪري ڇڏيا. حيدرآباد شهر ۾ مير صاحب کان سواءِ مير شاهنواز خان پٽ مير علي قاسم خان آنرري مئجسٽريٽ هو پر پهرئين ڪلاس جا پاور فقط سانگيءَ، قاضي امام علي ۽ ديوان جڳت راءِ کي مليل هئا.

سانگي مئي 1924ع ۾ بيمار ٿيو ۽ 12 جون 1924ع مطابق 8 ذيقعد 1342هه ۾ وفات ڪيائين. سندس لاش مير عباس علي خان واري مقبري ۾ امانت طور دفن ڪيو ويو ۽ ڇهن مهينن بعد سندس وصيت مطابق سندس مڙهہ حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي مقبري جي صحن ۾ سندس پهرين گهرواريءَ جي پرسان دفن ڪيو ويو.

مير صاحب حضرت شاهہ عبداللطيف جي ڪلام جو غور سان مطالعو ڪيو ۽ شاهہ سائينءَ جي سوانح حيات ۽ سندس ڪلام تي ابتدائي قلم کنيو.

سانگيءَ جون جيڪي تصنيفون هن وقت تائين مليون آهن: سي هن ريت آهن. (1) سوز سانگي (ڪافيون)، (2) لطائف لطيفي (حضرت شاهہ عبداللطيف جي سوانح فارسي)، (3) ديوان سانگي (ٽي جلد)، (4) ڪهاڻي محبت هاڻي، (5) قصص راحت افزا، (6) آڪاڻي رات وهاڻي، (7) قصہ دلچسپ، (8) داستان فرحت افزان، (9) فارسي شاعرن جي ڪلام مان انتخاب،(10) مثنوي مشتمل برسر گذشت دار وگير (هن مثنوي ۾ مير حسن علي خان جي وفات کانپوءِ مير نور محمد خان ۽ مير سانگي جي وچ ۾ ملڪيت تان تڪرار ٿيو، جنهن ۾ سانگيءَ کي شڪست ملي، انجو مڪمل احوال آهي- هيءَ مثنوي اڻ ڇپيل آهي)، (11) اردو شاعرن جي ڪلام مان انتخاب، (12) صرف ونحو تي فارسيءَ ۾ لکيل ڪتاب.

**ٽالپر، مير عبدالرسول 'مير'**: ناليوارو شاعر ۽ اديب عبدالرسول "مير" ولد رئيس مهر علي خان ٽالپر 7 اپريل 1950ع تي ڳوٺ رئيس مهر علي خان ٽالپر تعلقي گمبٽ، ضلعي خيرپور ۾ جائو. ايم. ايس. سي (فزڪس) سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري مان ڪيائين. هو هن وقت سچل سرمست ڪاليج نوابشاهہ ۾ پرنسپال آهي. ڪيس ادبي ۽ علمي دنيا ۾ شاعر، اديب، تعليمي ماهر ۽ پروفيسر جي حيثيت طور سڃاتو وڃي ٿو. هن لکڻ جي ابتدا 1970ع ۾ ڪئي. سندس ڪتاب "سونهن ورونهن" (شاعري) 2007ع ۾ شايع ٿيو. ڪيس بردو سنڌي اوارڊ 2005ع، جمال الدين ڀٽي اوارڊ 2005ع، پوئٽ آف دي ييئر 2006ع، ۽ لطيف اوارڊ 2005ع مليل آهن. سندس ذاتي ڪتب خاني ۾ هزارين ڪتاب موجود آهن. هو هن وقت غريب آباد نواب شاهہ ۾ رهي ٿو.



**ٽالپر، مير علي احمد خان وارو قلمي نسخو** (ڪتاب): ڪاتب هيءُ رسالو سهڻي پڪي صورتخطي ۾ لکيو. البت نظر پل مان "بلاول و صبحي" ۽ "ڊول مارو" بہ پيرا لکيائين. هن جا ڪي ورق ضايع ٿي ويا آهن. انهيءَ ڪري بيتن ۽ واين جو اصل تعداد متعين ڪرڻ مشڪل آهي. موجود متن جنهن ۾ عنوانن جي لحاظ سان 29 سر آهن تن ۾ 2064 بيت ۽ 111 ڪن وايون آهن. اصل آخر وارا ڪي ورق پڻ ضايع ٿي ويا آهن. جنهن ڪري ڪتابت جو سنہ سال معلوم ڪرڻ مشڪل آهي. ان کان وڌيڪ مشڪل مسئلو اهو آهي جو هن قلمي نسخي جي نئين سر جلد بندي سببان سرن جو اصلوڪو سلسلو قائم نہ رهيو آهي ۽ "سر ڪلياڻ" (ائين انهيءَ عنوان سان) منڍ ۾ رکيل آهي، پر ان جي پويان سرود جمن، سرود ڪنيات، سرود سرراڳ، سرود سامونڊي ۽ سرود سهڻي لاڳيتا هڪ ٻئي پٺيان لکيل آهن. جزبندي ۾ اهڙي ترتيب سببان گمان ٿئي ٿو تہ شايد هي رسالو ڪلياڻ سان شروع ٿيندڙ رسالن جي سلسلي مان هجي. ڪاتب پ، د ۽ ڄ اکر بہ ائين پوئين دور واري صورتخطي مطابق لکيا آهن. ٻئي طرف اهو چئي نٿو سگهجي تہ "ڪلياڻ کان سهڻي تائين" سرن وارا جز اصل نسخي جي شروع ۾ لکيل هئا يا وچ ۾ هئا. ٻيو تہ "سرود ڪلياڻ" جي شروعات واري صفحي تي اهڙو ڪو اهڃاڻ ڪونهي تہ ڪو رسالو اتان ٿو شروع ٿئي. موجوده صورت ۾ جيڪو سڄو سربستو سر شروع ۾ رکيل آهي سو آهي "سرود سسئي" ۽ ان صفحي تي مٿان هيٺين عبارت لکيل آهي جنهن مان تصديق ٿئي ٿي تہ هي رسالو "سر سسئي" سان شروع ڪيل آهي:

"اين رسالہ تصنيف شاہ صاحب قدوة الاولياء

شاہ صاحب مخدوم سيد شاہ عبداللطيف رحمة الله عليہ قدس اسراره".

سر "سسئي" جو پهريون بيت هي آهي:

"پرتوو پنوه جو جهڙ جڻن جهالا ڏي

آءَ تہ آري کي وڻئو راه روئان گهڻو"

ٻيو تہ سر "سسئي" پنجن جدا سرن ۾ ورهايل آهي پر جيڪو سر آهي، جنهن جي بيتن جو سلسلو مٿئين منڍ واري بيت کان وٺي اڳتي، اڳاٽن رسالن (برٽش ميوزم، ڪپتان اسٽئڪ، درسگاه منصوره وغيره) ۾ آيل سر سسئي جي بيتن واري ترتيب سان ملي ٿو.

**ٽالپر، مير علي مراد خان**: مير علي مراد خان ٽالپر مير سهراب خان جو ننڍي ۾ ننڍو پٽ هو ۽ ڪيس پيرسني ۽ گوشي نشينيءَ واري زماني ۾ سال 1815ع ۾ جائو. ننڍو هو تہ سندس ملڪيت مير مبارڪ خان جي سنڀال هيٺ هئي، هن جي طبيعت ننڍپڻ کان وٺي ٻين ميرن کان مختلف هئي. مير مبارڪ خان سندس ملڪيت جي سنڀال لاءِ پنهنجن ٽن پٽن: مير نصير خان، مير محمد علي خان ۽ مير فضل محمد خان کي ملازم ڪري رکيو هو ۽ ملازمت جي صلي ۾ مير علي مراد خان کين شاهہ ٻيلي ۽



ٻيرلوءَ جا علائقا بخشي ڇڏيا هئا. ڪن جو چوڻ آهي ته مير علي مراد خان هٺ جو ڪشادو هو. ان ڪري پنهنجي خرچ پوري ڪرڻ لاءِ اهي علائقا پنهنجي ڀاءُ مبارڪ خان وٽ گروي رکيا هئائين.

مير علي مراد خان جڏهن وڏو ٿيو، ته انهن علائقن (شاهه ٻيلي ۽ ٻيرلوءَ) واپس وٺڻ جي گهُر ڪيائين، پر مبارڪ خان ڪيس اهي علائقا واپس نه ڪيا. مير مبارڪ خان جي وفات بعد مير علي مراد خان ۽ سندس ڀائٽين جو ان ملڪيت تي تڪرار رهيو. مير رستم خان ڀائٽين جو طرف ورتو ۽ نوبت وڃي نونارين واري جنگ تي پهتي، جنهن ۾ مير علي مراد خان ڪامياب ٿيو ۽ تڪراري ملڪيت سان گڏ ڪجهه ٻيو علائقو به حاصل ڪيائين. انهيءَ تڪرار دوران انگريزن ڪي وچ ۾ ٽپڻ جو موقعو مليو ۽ پنهنجي سياسي حال طور مير علي مراد خان کي پنهنجو مهرو بڻايائون. نيٺ 1843ع ۾ مياڻيءَ جي جنگ لڳي ۽ ميرن جي حڪومت جو خاتمو ٿيو. اصلي حاڪم ميرن کي قيد ڪيو ويو. انگريزن پنهنجي حامي مير علي مراد خان کي خيرپور جي رياست عطا ڪئي. مير علي مراد خان کي مليل علائقي جي ايراضي ساڍا پنج هزار چورس ميل ۽ آدمشماري ٻه لک هئي. علائقي جو گهڻو حصو شڪار گاهن ۽ ٻيلن هيٺ هو، پوءِ به ان جي اپت خرچ لئي ڏهه لک روپيا هئي.

مياڻيءَ جي فتح کان پوءِ سڄيءَ سنڌ ۾ بيچيني پيدا ٿي وئي. ڪيترن بلوچ قبيلن سرحدن تي بغاوتون ڪيون، جن کي دٻائڻ لاءِ انگريزن مارشل لا لاڳوڪئي ۽ مير علي مراد خان جي مدد سان لشڪر ڪشي ڪئي. پورا ٻه سال اها مهم جاري رهي. ڪيترائي سورما مارجي ويا، جيڪي بچيا، سي اچي پيش پيا، جن ۾ بجار خان ڊومبڪي، اسلام خان بگٽي ۽ دريا خان جکراڻيءَ جا نالا قابل ذڪر آهن. چارلس نيپئر جيستائين سڄي سنڌ تي مڪمل طرح قبضو نه ڪيو هو، تيستائين مير علي مراد خان کي پنهنجو حامي ۽ دوست تصور ڪندو رهيو، پر ڪم ڪڍڻ کانپوءِ مٿس ڪڙي نظر رکيائين. هڪ دفعي ڪيس ڌمڪي آميز خط لکيائين: ”تون انگريزن جي زور تي وڏو بڻايو ويو آهين، اهڙي عزت توکي خواب ۾ به ملڻي نه هئي. تو کي ياد رکڻ گهرجي ته گورنر جنرل جي آڏو تون ائين آهين، جيئن باز جي چنبن ۾ جهرڪي، جيڪڏهن ذري جيتري بيوفائي ڪندين ته تو تي لازمي طور تباهي اچي ويندي.“ انهن ڳالهين جي باوجود مير علي مراد خان انگريزن کي پنهنجي ملڪ ۾ دست اندازي ڪرڻ نه ڏيندو هو 1845ع ۾ چارلس نيپئر سان به هڪ عهدنامو ڪري پنهنجي ملڪ جي حدبندي ڪرايائين. چارلس نيپئر اهو عهدنامو گورنر جنرل جي منظوريءَ لاءِ موڪليو پر ان جو جواب ڪيترن سالن تائين ڪونه آيو چوجو ڪن ماڻهن شرارت ڪري مير علي مراد خان جي خلاف مخفي درخواستون موڪليون هيون، جن ۾ ڄاڻايو ويو هو ته هن مير رستم خان واري عهدنامي ۾ ڦيرڦار ڪري ڪافي ملڪ ڦٻائي ورتو آهي. 1850ع ۾ هڪ ڪميشن ويٺي ۽ فريادين جا نالا ظاهر ڪيا ويا. مير علي مراد خان سڀني فريادين جي دشمني ظاهر ڪري، پنهنجي بچاءَ ۾ ڪافي شاهد پيش ڪيا، پر انهن تي ڪميشن جي ميمبرن اعتبار نه ڪيو ۽ فيصلو مير صاحب جي خلاف ڏنائون. نيٺ 21 جنوري 1852ع تي اعلان جاري ڪري مير صاحب کان مير رستم خان وارا سمورا پرڳڻا کسي، هن کي فقط اهو ملڪ ڏنائون، جيڪو مير سهراب خان جي وصيت موجب کيس مليل هو.

مير صاحب ڪميشن جي فيصلي جي برخلاف ڪمشنر کان وٺي وائسراءِ تائين اپيلون ڪيون، مگر ڪوبه نتيجو ڪونه نڪتو نيٺ 1856ع ۾ پنهنجي دادخواهيءَ لاءِ لنڊن ويو ۽ پورو ڏيڍ سال کن اتي رهيو پر سڪٽن دلاسن کان سواءِ ڪجهه به حاصل نه ڪري سگهيو ۽ محروم ٿي موٽي آيو. ان کان سواءِ هر موقعي تي گورنر يا وائسراءِ سان ملڻ وقت اشاري طور يا سڌي طرح ساڳيو ئي ملڪ واپس وٺڻ جو سوال دهرائيندو رهيو انگريز سندس خدمتن جو اعتراف ڪندي هن جي وڏي عزت افزائي ڪندا رهيا پر ورتل ملڪ واپس نه ڪيائون. 1876ع ۾ تمام گهڻي بارش سبب درياهه اٿل ڪاڏي. اها اٿل ايڏي وڏي هئي، جو خيرپور تائين پهچي وچ واري حصي کان سواءِ سارو شهر ٻوڙي وئي. ماڻهو مشڪل سان سر بچائي ٻاهر نڪتا. مير صاحب انهيءَ هنگامي حالت ۾ اهو سڀ ڪجهه ڪيو جيڪو سندس وس ۾ هو. ماڻهن جي خوراڪ ۽ پوشاڪ جي بندوبست کان سواءِ تقاوي ڏئي، ٻيهر گهر به تعمير ڪري ڏنائين ۽ سندس ڪوشش سان شهر وري آباد ٿي ويو. 1882ع ۾ هڪ دفعي مير صاحب شڪار تي نڪتو ته اوچتو هڪ ماڻهو مٿس خوني حملو ڪري، تمنچي جا فائر ڪيا ۽ مير صاحب زخمي ٿي پيو. سڪرمان ڊاڪٽر پيڪاڪ کي گهرايو ويو، جنهن جي علاج سان ٻن مهينن اندر چاڪ ٿي ويو.

1891ع ۾ جڏهن مسٽر جيمس سنڌ جو ڪمشنر هو، تڏهن بمبئيءَ جو گورنر شڪارپور ۾ آيو ۽ هڪ وڏي دربار ڪوٺائي مير علي مراد خان کي برٽش سرڪار طرفان ڪي.سي.جي.آءِ (K.C.G.I) جو خطاب عطا ڪيو. 1893ع ۾ ساڳيوئي ڪمشنر مسٽر جيمس سکر ۾ آيو ۽ خيرپور جي سڀني ننڍن وڏن خاندانن سان تعلق رکندڙ ميرن کي سڏايائين. انهن کان روبرو احوال وٺي، سندن قرض ۽ خرچ پکي جي ياداشت تيار ڪري ڪين جاگيرون ۽ پينشنون مقرر ڪري ڏنائين. 1894ع ۾ مير علي مراد خان جڏهن ڏڙي جي منزل تي هو ته بيمار ٿي پيو ۽ ٽن مهينن جي علالت کان پوءِ 25 رمضان 1311هه بمطابق 2 اپريل 1894ع تي وفات ڪيائين. مير علي مراد خان کي ڇهه پٽ ۽ ٽي نياڻيون هيون. سندس پٽن جا نالا هي آهن: سهراب خان، شاهنواز خان، فيض محمد خان، جان محمد خان، خان محمد خان ۽ غلام مهدي خان. مير فيض محمد خان کان سواءِ سندس ٻيا سمورا پٽ سندس زندگيءَ ۾ ئي وفات ڪري ويا.

**ٽالپر، مير علي نواز خان:** ٽالپر علي نواز خان 9 آگسٽ، 1884ع تي ڪوٽ ڏيجيءَ ۾ ڄائو ۽ 37 سالن جي عمر ۾ 13 فيبروري 1921ع تي مسند نشين ٿيو ابتدائي تعليم ڪوٽ ڏيجيءَ ۾ مخدوم الله بخش عباسيءَ ۽ مولانا شهاب الدين شاهه هالائيءَ وارن کان حاصل ڪري، چيفس ڪاليج لاهور ۾ داخلا ورتائين. پوءِ ولايت ۾ نو مهينا رهي وڌيڪ تعليم حاصل ڪري آيو مير صاحب جي حڪومت جا پهريان ڇهه ست سال ڏاڍا سٺا گذريا ۽ اگهتي لاءِ رعايا کي وڏي اميد هئي ته اهڙي تعليم يافته ۽ روشن خيال حاڪم جي سرپرستي ۾ رياست اوج تي ايندي، پر مير صاحب اوچتوئي اوچتو عشق جي اري ۾ اچي ويو ۽ سڀ ڪجهه محبت جي راهه ۾ لٽائيندو رهيو. نتيجو اهو نڪتو جو خزانو خالي ٿيڻ لڳو اهو حال ڏسي انگريزن وزارت جو عهدو ڪيدي، حڪومت جو انتظام هڪ ڪائونسل جي حوالي ڪيو جنهن ۾ مير صاحب کان سواءِ ٻيا ٽي ڄڻا مسٽر هيليفاڪس، مسٽر امداد علي قاضي ۽ مير صاحب لواٽي مقرر ٿيا. اها ڪائونسل به ٻن ٽن

سالن ۾ ناڪامياب ٿي ۽ 1930ع ۾ وري مسٽر ٽاڻٽن وزير مقرر ڪيو ويو. ٻن سالن بعد انهيءَ به استعيفا ڏني ۽ ان جي جاءِ تي سليڊن صاحب وزير ٿي آيو. جيڪو مير صاحب سان آخري دم تائين نڀائيندو رهيو.

ڪائونسل جي ناڪاميءَ کان پوءِ مير صاحب صرف آئيني سربراهه هو ۽ حڪوت جو ڪاروبار وزير صاحب جي هٿ ۾ هوندو هو. مير علي نواز خان نهايت حليم ۽ سادي طبيعت وارو انسان هو. سندس آمدنيءَ جو وڏو حصو فقيرن ۽ مسڪينن جي امداد ۾ خرچ ٿي ويندو هو. هو وڏو سخي، مرد، عاشق مزاج، حضور شرم ماڻهو ۽ اعليٰ درجي جو شاعر هو. سندس شعر ۾ چڱو سوز ۽ گداز سمايل آهي. ڪڏهن ڪڏهن اميريءَ سان گڏ فقيري به اختيار ڪندو هو. بدن تي گيڙو ڪفني، مٿو اگهاڙو، هٿ ۾ يڪتارو ۽ زبان تي رندي ڪلام هوندا هئس. مير صاحب 1935ع ۾ وفات ڪئي. سندس لاش ڪوٽ ڏيجيءَ ۾ امانت طور رکيو ويو ۽ ڪجهه عرصي بعد ڪربلا معليٰ ڏانهن موڪليو ويو. چيو وڃي ٿو ته ڪيس ڪنهن ويجهي عزيز زهر ڏنو هو.


ميرعلي نواز خان ٽالپر

**ٽالپر، مير غلام الله خان شاهواڻي:** سنڌ جو ناميارو شاعر مير غلام الله خان شاهواڻي ولد سردار بهادر مير حاجي حسين بخش خان ٽالپر سيپٽمبر 1908ع تي ٽنڊي محمد خان ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم قرآن شريف ۽ سنڌي پنهجي ڳوٺ مان ۽ انگريزي جي تعليم حيدرآباد ۽ عليگڙهه مان حاصل ڪيائين. هو سنڌي، انگريزي ۽ فارسي ٻوليءَ جو ماهر ۽ هڪ سياسي، سماجي ڪارڪن ۽ هڪ سٺو شاعر هو. سندس شاعري ۽ ڪافيون مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپيل آهن. هو سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر رهيو. ٽنڊي محمد خان ميونسپالٽيءَ جو پريزيڊنٽ ۽ ان کان پوءِ بچاءُ ڪميٽيءَ جو چيئرمين ۽ اخبار جو ايڊيٽر پڻ رهيو. سندس ڪتاب ۾ شاعريءَ جو "بياض عاشق جون آهون" (1943ع) ۽ "فري ورس" (1981ع) ڇپيل ۽ "دل جو چراغ" اڻ ڇپيل صورت ۾ موجود آهن. هو 10 ڊسمبر 1944ع تي وفات ڪري ويو.

**ٽالپر، مير غلام رسول، غريب:** غلام رسول ٽالپر "غريب" 25 فيبروري 1952ع تي ڳوٺ مير باغ علي خان ضلعي بدين ۾ ڄائو سندس تعليم بي.اِي (سول) آهي. هو واپڊا جو رٽائرڊ انجنيئر ۽ شاعر آهي. سندس ڪتابن ۾: "سڄڻ ۽ ساٿيهه" (شاعري 1994ع)، "دکي ديس، دکي دل" (شاعري 2007ع)، ۽ ٽون نه وڃجان لاڙ (لاڙ / بدين واري حصي ۾ آيل تباهيءَ بابت ڪتابچو 2004ع) ڇپيل آهن. هن وقت حيدرآباد ۾ رهي ٿو.

**ٽالپر، مير غلام علي خان 'غلام':** مير غلام علي خان ٽالپر، پنهنجي وڏي ڀاءُ مير فتح علي جي وفات بعد 16 محرم الحرام 1207هه/ 1802ع تي سنڌ جو حاڪم ٿيو. دستاربنديءَ ۾ مير سهراب خان سميت جملي ٽالپر سردارن شرڪت ڪئي. هي ٽالپرن چوياريءَ جو ٻيو نمبر حڪمران هو. هن پاڻ سان گڏ پنهنجي ٻن ننڍن ڀائرن ۽ مير فتح علي خان جي فرزند مير صوبدار خان کي حڪومت ۾ شريڪ ڪيو. مير غلام علي خان نيڪ دل ۽ ذهين هو. حڪمرانيءَ جي آدابن ۽ معاملن کان واقف هو. پنهنجي حڪومت جي نظم ۽ نسق ۾ اخلاقي قدرن ۽ مذهبي اصولن جي پابندين ڏانهن خاص ڌيان ڏنو.

"روپيه ڪوره" مير صاحب جو ايجاد ڪيل سڪو هو. 1218هه/ 1803ع ۾ مير ٿاري خان ۽ مير غلام علي خان جي وچ ۾ معمولي ڳالهه تان تڪرار ٿي پيو ۽ نوبت جنگ تائين وڃي پهتي. مير محمود خان جي اڳواڻيءَ ۾ لشڪر روانو ٿيو. مير ٿارو خان به جنگ لاءِ تيار ٿي نڪتو. جنهن ۾ مير ٿارو خان زخمي ٿيو ۽ شڪست کاڌائين. زخمي حالت ۾ کيس هڪ ٻيڙيءَ ۾ ڪٽائي حيدرآباد آندو ويو ۽ سندس علاج ڪرايو ويو. جڏهن ٺيڪ ٿيو تڏهن نهايت عزت، احترام ۽ خلعت ڏئي کيس روانو ڪيو ويو.

انگريزن جو سنڌ سان تجارتي رابطو ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي دور ۾ 1758ع ۾ قائم ٿيو ۽ انهن پنهنجا تجارتي مرڪز ٺٽي ۽ شاهه بندر ۾ کوليا. ٽالپرن پنهنجي ابتدائي زماني ۾ انهيءَ رابطي کي مستحڪم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ليڪن انگريزن جي دوستي افغانستان خلاف هڪ سازش هئي ۽ افغانستان جي شاهه جي حڪم تي مير صاحب، انگريزن سان تعلقات ختم ڪري ڇڏيا.

مير صاحب 1803ع ۾ پنهنجو خاص نمائندو بمبئيءَ موڪليو ته هو انگريزن کي سنڌ ۾ واپار لاءِ راضي ڪري، پر انگريزن اڳيئن نقصان جو مطالبو ڪيو. پر والي افغانستان شاهه زمان جي هندوستان جي مغربي علائقن تي حملي کي سامهون رکندي بمبئي جي گورنر، ڪئپٽن ڊيوٽ مسٽن کي مير غلام عليءَ جي درٻار ۾ موڪليو ۽ ٽالپرن ۽ انگريزن جي وچ ۾ تجارتي معاهدو ٿيو.

دراصل ٽالپرن جي دور حڪومت ۾ هي انگريزن جي غلاميءَ جو پهريون بنيادي معاهدو (طوق) هو. جيڪو اهل سنڌ جي ڳچي ۾ پيو. ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ سان معاهدي ڪرڻ کان پوءِ مير غلام علي خان ٻه سال امن امان سان حڪومت ڪئي.

مير صاحب شڪار جو شوقين هوندو هو. مير عظيم ٺٽويءَ مير صاحب جي شڪار تي وڃڻ جون ڪيتريون قطع تاريخون چيون آهن. جيڪي سندس ديوان ۾ موجود آهن. هڪ ڏينهن مير صاحب پنهنجي احبابن سان گڏ شڪار لاءِ روانو ٿيو. هرڻ جو شڪار ڪيو ۽ هرڻ کي ذبح ڪرڻ وقت هرڻ جو سڱ سندس پير ۾ لڳو. وهندڙ رت بند نه ٿي سگهيو. سمورا علاج بيڪار نظر آيا ۽ آخر 6 جمادي الثاني 1227هه/ 1811ع تي وفات ڪيائين. کيس خدا آباد ۾ پنهنجن بزرگن جي پهلوءَ ۾ دفن ڪيو ويو.

مير غلام علي خان ٽالپر، ٽالپر خاندان جو پهريون شاعر حڪمران هو. سنڌ جي اديب، محقق ۽ شاعر ميرزا عباس علي بيگ پنهنجي هڪ مقالي ۾ مير صاحب جو هڪ بيت ڏنو آهي ۽ لکيو آهي ته مير صاحب ڪڏهن ڪڏهن شعر چوندو هو. سندس ڪتب خاني ۾ مير غلام علي خان جا چند فارسي مناقب موجود آهن. جن ۾ مير غلام علي پنهنجو تخلص 'غلام' ۽ ڪٿي 'غلام علي' ڪم آندو آهي.

**ٽالپر، مير فتح علي خان:** ٽالپرن جي حڪومت جو پهريون حاڪم مير فتح علي خان ٽالپر سنڌ جو خود مختيار حاڪم ٿيو. ٽالپرن ۾ اختلافن جا آثار نمايان ٿي رهيا هئا. ان ڪري سن 1199 هه/ 1784ع ۾ مير فتح علي خان ملڪ جي بهتري ان ۾ سمجهي ته ملڪ کي ستن حصن ۾ ورهايو وڃي. چار حصا پنهنجي پاڻ لاءِ رکيائين، جنهن جو مرڪز حيدرآباد مقرر ڪيائين. ٻه حصا مير سهراب خان کي ڏنائين، جنهن جو مرڪز خيرپور هو ۽ هڪ حصو مير ٺاري خان کي ڏنائين، جنهن جو مرڪز ميرپورخاص ٿيو. وري به مرڪزي حيثيت حيدرآباد جي ٽالپرن کي حاصل هئي.



ٽالپرن جدوجهد سان سنڌ جا پنهنجا وڃايل سمورا علائقا واپس ورتا، جيڪي ميان غلام شاهه جي زماني ۾ سنڌ ۾ شامل هئا، ۽ ميان عبدالنبيءَ جي دور ۾ ٻين رياستن جي قبضي ۾ هليا ويا هئا. سبزل ڪوٽ، نواب بهاولپور کان، ڪراچي ۽ ان جي پرپاسي وارا علائقا خان قلات کان، شڪارپور افغانستان کان، عمرڪوٽ ۽ ريگستان جا علائقا راجا جوڌپور کان واپس ورتا. انهن کان سواءِ ٻيا به ڪيترا ڳوٺ ۽ شهر هئا، جن کي ٽالپرن واپس وٺي پنهنجي حڪومت ۾ شامل ڪيو.

مير فتح علي خان مدبر، هوشمند، بهادر ۽ عاقبت انديش حاڪم هو. 18 سالن جي عمر ۾ سنڌ کي فتح ڪيائين. ڪلهوڙن جي آخري ڏينهن واري انتشار ۽ بدامنيءَ کي ڏسندي هن امن امان قائم ڪرڻ گهريو. ڪيس جنگ کان نفرت هئي، پر جڏهن جنگ لاءِ مجبور ڪيو ويندو هو ته منهن نه موڙيندو هو. هو بهادر ۽ همت وارو انسان هو. حڪومت جي نظم ۽ نسق کي نهايت بردباريءَ سان هلائيندو هو. حڪومت جي مختلف شعبن ۾ پنهنجي عزيزن ۽ بلوچ سردارن کي سندن مرتبي مطابق عزت ڏيندو هو. پنهنجي وفات وقت 35 لک رپيا شاهي خزاني ۾ ڇڏيائين. جيئن ته سنڌ کي ستن حصن ۾ تقسيم ڪيو ويو هو ۽ مير صاحب چار حصا پنهنجي ۽ پنهنجي ڀائرن کي حڪومت ۾ شريڪ ڪرڻ لاءِ رکيا. چئن ڀائرن جي شراڪت سان حڪومت قائم ڪيائين، جنهن کي تاريخ ۾ 'چوياري' سڏيو ويو.

مير صاحب سير ۽ شڪار جو شوقين هوندو هو ۽ فرصت واري وقت ۾ شڪار سان دل وندرائيندو هو. حيدرآباد کان سيوهڻ تائين درياهه جي ڪناري سندس ڪيترائي شڪارگاهه هئا.

مير فتح علي خان شاعر نه هو، مگر سندس دربار ۾ عالم ۽ شاعر هميشه موجود هوندا هئا. سفر ۽ حضر ۾ شاعرن ۽ عالمن کي پاڻ سان گڏ وٺي ويندو هو. سندس ادبي ذوق شوق جي چاڻ انهيءَ مان پوي ٿي ته هن "سسئي پنهون" جي قصي کي مولانا جاميءَ جي قصي "يوسف زليخا" جي طرز تي نئين سر فارسي ۾ نظم ڪرايو.

مير صاحب تقريباً 18 سال سڪون ۽ اطمينان سان سنڌ تي حڪومت ڪئي ۽ 9 محرم الحرام سن 1217هه/ 1802ع تي وفات ڪيائين. ڪيس خدا آباد هالا (ثالث) ۾ پنهنجي بزرگن جي پهلو ۾ دفن ڪيو ويو.

مير صاحب کي وفات کان ڪجهه ڪلاڪ اڳ فرزند ڄائو، جنهن جو نالو پنهنجي پيءُ جي نالي تي مير صوبدار خان رکيائين.

وفات کان ڪجهه وقت پهرين مير صاحب سنڌ جي حڪومت جي سربراهي پنهنجي ڀاءُ مير غلام علي خان جي حوالي ڪئي.

**ٽالپر، مير فيض محمد اول:** مير علي مراد خان جي وفات کان هڪ هفتو پوءِ 7 اپريل 1894ع تي عيدالفطر جي ڏينهن تي مير فيض محمد خان گاديءَ تي ويٺو. ڪيس سندس مرضيءَ موجب انگريزن طرفان خان بهادر قادر داد خان وزير تي مليو. جنهن اچڻ سان اڳوڻو انتظام بدلائي نئون نظام شروع ڪيو. ديوان اتمچند ۽ ٻيا منشي، رياست جي سياهه ۽ سفيد جا مالڪ بڻيا ويٺا هئا، تن کي ڪڍي، هر هڪ ڪم لاءِ جدا ڪاتا کوليائين. مير صاحب جي شخصي ڪاروبار لاءِ جدا ڪئمپ شاهيءَ جو عملو مقرر ڪيائين. مير صاحب پنهنجي والد وانگر شڪار جو شوقين هوندو هو. سندس منشي هميشه گشت ۾ رهندو هو. ان ڪري ملڪ جي سڌاري جو سمورو بار وزير صاحب تي هو، جنهن کي صرف نئين ڪم لاءِ مير صاحب کان دستوري منظوري وٺڻي پوندي هئي. وزير صاحب زراعت ۽ آبپاشيءَ جي ڪاتن کي ترقي ڏئي، ڪافي واهه کوٽرايا. شڪار گاهن کي محدود ڪري



جهنگ ڪپرائي، اتي آبادي ڪرايائين. نتيجي طور رياست جي اپت پنجن لکن مان وڌي پندرهن لکن تائين وڃي پهتي. جتي ڪٿي رستا ٺهي ويا. واهن تي پليون ٻڌجي ويون ۽ ربيع جي آباديءَ لاءِ کوهه کوٽجي ويا. ان کان سواءِ رياست جي حدن مان ريلوي جو گذر ٿيو. پوسٽ آفيس ۽ ٽيليگراف جو نئون کاتو کوليو ويو. سرڪاري دفترن لاءِ سٺيون عمارتون تعمير ٿيون. هڪ سؤ کان وڌيڪ اسڪول کوليا ويا. هڪ لائبرري، هڪ وڏي اسپتال ۽ چار ڊسپينسريون ٺهرايون ويون. مطلب ته رياست جي ذريعن آهر قادر داد خان ڪافي سڌارا آندا. هن 1903ع ۾ وفات ڪئي ۽ سندس جاءِ تي سردار محمد يعقوب خان وزير مقرر ٿيو. جنهن 1907ع تائين اڳين سڌارن کي وڌايو. خيرپور ۾ انگريزي اسڪول جاري ٿيو ۽ ان سان گڏ بورڊنگ هائوس ٺهيو. فيض محل جي نالي سان هڪ عاليشان محل به تعمير ٿيو.

سردار محمد يعقوب خان 1907ع ۾ وفات ڪئي ۽ سندس جاءِ تي شيخ صادق علي خان وزير ٿيو. هن ڪوٽ ڏيجيءَ ۾ شاهي محل ٺهرايو ۽ ڪراچيءَ ۾ زمين خريد ڪري، مير صاحب لاءِ هڪ وڏو بنگلو تيار ڪرايو. مير علي مراد خان جي وقت ۾ انگريز رياست جي ڪمن ۾ ڪا به مداخلت نه

ڪندا هئا. پر سندس مرڻ بعد، سندن دست اندازي ايتري قدر وڌي وئي، جو وزيرن ۽ ڪن ٻين عهديدارن جي جڳهه ۾ پوليٽيڪل ايجنٽ جي منظوريءَ سان پرڻ لڳي. ان ڳالهه جو اهو فائدو ٿيو جو خيرپور هڪ جاگير هجڻ جي بدران منظم رياست جي قالب ۾ اچي وئي ۽ ترقيءَ جي راهه تي گامزن ٿي. مير فيض محمد خان رحمدل، سادگي پسند ۽ نياز نوڙت وارو رعايا پرور ۽ غريبن جو همدرد هو. مروت، مهرباني ۽ خوش خلقي ۾ پنهنجن پائرن کان وڌيڪ هو. فارسي لکڻ پڙهڻ ۾ هوشيار ۽ نمازي هو. هن کان اڳ سڀ ڪجهه ميرن ۽ سندن ساٿين جي فائدي لاءِ ڪيو ويندو هو. پر هن رعايا لاءِ پاڻ پتوڙيو ۽ ماڻهن کي زيان خور جانورن جي مارڻ جي اجازت به ڏنائين. ڪيس تعليم سان به خاص دلچسپي هئي. مير فيض محمد خان سنڌي، سرائڪي ۽ فارسي زبان جو شاعر هو ۽ "عاجز" تخلص اختيار ڪندو هو. هن کي ٽي پٽ هئا: هڪ، مير غلام علي خان، جيڪو يارهن ورهن جي ڄمار ۾ فوت ٿي ويو. ٻيو، احمد علي خان، جيڪو سندس زندگيءَ ۾ وفات ڪري ويو ۽ ٽيون، امام بخش خان، جيڪو ولي عهد هو. مير فيض محمد 5 مارچ 1909ع ۾ ڪوٽ ڏيجيءَ ۾ وفات ڪئي. سندس عمر 74 سال هئي ۽ پنڌرهن سال حڪومت ڪيائين.

**ٽالپر، مير ڪرم علي خان 'ڪرم'**: مير ڪرم علي خان ٽالپر پنهنجي پيءُ مير غلام علي خان جي وفات ڪانپوءِ تاريخ 6 جمادي الثاني 1227هه/ 1812ع تي سنڌ جو حاڪم ٿيو. هي ٻهرين چؤياري جو ٽيون نمبر حڪمران هو. هن پاڻ سان گڏ پنهنجي ننڍي ڀاءُ مير مراد علي خان ۽ پائٽي مير مير محمد خان پٽ مير غلام علي خان کي حڪومتي ڪاروبار ۾ شريڪ ڪيو.

مير ڪرم عليءَ جو دور سنڌ ۾ امن ۽ آسودگيءَ وارو دور هو. پاڻ علم پرور، شاعر ۽ عالمن جو قدر دان هو. سندس قدردانيءَ سبب ايران ۽ خراسان کان ڪيترن ئي عالمن حيدرآباد ۾ اچي مستقل رهائش اختيار ڪئي. نٽي جي علمي زوال کان پوءِ حيدرآباد علم ۽ ادب جو مرڪز بنيو. مير فتح علي خان ابتدائي زماني ۾ خراسان کي خراج ڏيڻ بند ڪري ڇڏيو هو. پر جڏهن شجاع الملڪ تخت تي ويٺو ته سن 1221هه/ 1806ع ۾ ٻهريون دفعو وزير شير محمد، سنڌ جي ٽالپرن کان خراج وصول ڪرڻ لاءِ شڪارپور آيو ۽ "باغ شهزاد" ۾ منزل انداز ٿيو. ٻن ٽن مهينن بعد ميرن خراج ادا ڪيو ۽ قيمتي تحفا پيش ڪري پنهنجي فرمانبرداريءَ جو مظاهرو ڪندي شاهه شجاع کي رخصت ڪيو. ٻيهر سنڌ جي ٽالپرن خراج ڏيڻ ۾ دير ڪئي، ته به شاهه شجاع سن 1225هه/ 11-1810ع ۾ شڪارپور پهتو ته ميرن خلوص ۽ فرمانبرداريءَ جو مظاهرو ڪيو. خراج تقريباً ويهه لک رپيا ڏنائون. ان کان سواءِ نفيس ۽ قيمتي تحفا شاهه جي اڳيان پيش ڪيائون.

انهيءَ دور ۾ ئي خبر آئي ته راجا رنجيت سنگهه جو پوٽو سنڌ تي لشڪر ڪشي ڪرڻ جي خيال سان ملتان ڪوٽ اچي پهتو آهي. مير ڪرم علي خان جو خيال هو ته لشڪر وٺي شڪارپور جي سرحد تي مقابلو ڪجي. پر مير مراد علي اهو مناسب نه سمجهيو ۽ آغا اسماعيل شاهه کي پنهنجو خاص نمائندو مقرر ڪري بمبئي موڪليائين ته گورنر سان انهيءَ مسئلي تي ڳالهائي. آغا صاحب جي بمبئي پهچڻ کان اڳ سر جان مالڪم وطن روانو ٿي چڪو هو ۽ سندس جاءِ تي لارڊ ايلفنسٽن گورنر مقرر ٿي آيو. جنهن ٽالپري سفير جي پذيرائي ڪئي. لارڊ ايلفنسٽن لڌياني ۾ انگريز ريزيڊنٽ ڪيپٽن ويڊ جي ذريعي راجا رنجيت سنگهه سان لکپڙهه ڪئي. راجا رنجيت سنگهه جواب ڏنو ته سندس پوٽو دسهڙي جي موڪل ملهائڻ ملتان ڪوٽ ويل آهي، سنڌ تي لشڪر ڪشيءَ جو خيال سندس دل ۾ ڪونهي. ساڳئي وقت ملتان جي نائب حاڪم ديوان سانوڻ مل جي معرفت رنجيت سگهه ٽالپرن ڏانهن دوستاڻو خط موڪلي ذاتي طرح غلط فهمي دور ڪئي.

انهيءَ زماني ۾ شاهه شجاع الملڪ، سردار محمد عظيم خان کان شڪست کائي، شڪارپور ۾ داخل ٿيو ۽ اتي جو جائزو ورتائين ته شڪارپور مالي لحاظ کان موزون ڪونهي. ان ڪري هن ميرن کي پنهنجو همنوا بنائڻ لاءِ خط لکيا ۽ ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ قلندر جي زيارت جي بهاني سان حيدرآباد ۾ آغا ابراهيم شاهه وٽ اچي پهتو ان زماني ۾ مير ڪرم علي خان شڪار تي ويل هو. تنهن ڪي جلدي حيدرآباد جي فوجدار ميان علي بخش خبر ڏني ته شاهه شجاع حيدرآباد پهچي چڪو آهي. مير صاحب ڏاڍو ناراض ٿيو ۽ جلدي حيدرآباد موٽيو ۽ شاهه شجاع جي مصاحبن سان ملي متاهين دل سان سندن خدمت گذاريءَ جو وعدو ڪيائين.

شاهه شجاع حيدرآباد مان ٿيندو، خيرپور پهتو، جتي هن مير سهراب خان سان ملاقات ڪئي ۽ اهڙي قسم جي وعدي لاءِ زور ڀريو. پر مير سهراب خان انڪار ڪيو ۽ چيو ته حيدرآباد جي ميرن وارو وعدو ڪافي آهي. مير سهراب خان حيدرآباد جي ميرن جي عقل ۽ دانش تي افسوس ڪندي چوندو هو ته بادشاهي مهمان کي هلائڻ مشڪل ڪم آهي، حيدرآباد جا مير انهيءَ وعدي کي پورو ڪري نه سگهندا ۽ هو پاڻ کي بدنام ڪرائي وعده خلافيءَ جو باعث بنجندا. آخر ٿيو به ائين شاهه شجاع شڪارپور پهتو ۽ جنگ جي تياريءَ ۾ مصروف ٿي ويو. هن شڪارپور واسين تي وڏا ظلم ڪيا. آخر تنگ ٿي ٽالپر اميرن آغا ڪاظم شاهه کي پنهنجو وڪيل بنائي ڪابل ۾ سردار عظيم خان ڏانهن موڪليو ۽ سنڌ ۾ اچڻ جي درخواست ڪئي. سردار عظيم خان سن 1236هه/ 21-1820ع ۾ ميرن جي درخواست تي پاڳ پهتو. پهچڻ سان هن خراج جي وصوليءَ تي زور ڀريو. جيڪو ڪابل کان شڪارپور تائين هر هڪ منزل جو هڪ لک رپيا هو اهو خرچ تمام گهڻو هو ۽ ٽالپر ڏيڻ لاءِ راضي نه هئا. تنهن ڪري هنن هڪ درخواست شاهه شجاع ڏانهن موڪلي، جنهن ۾ مدد جي درخواست ڪيائون. مگر عظيم خان ميرن جي روپي کي سمجهي ويو ۽ صلح ڪيائين. شاهه شجاع مايوس ۽ ڏڪارو ٿي پنهنجو ڪجهه سامان مير سهراب خان وٽ امانت طور رکي جيسلمير رستي لڌياني جو رخ ڪيو. سردار محمد عظيم، مير ڪرم عليءَ سان صلح ڪرڻ بعد شڪارپور پهتو ۽ اها رقم جنهن جو مير صاحبن وعدو ڪيو هو وصول ڪئي ۽ شڪارپور پنهنجي قبضي ۾ ڪري ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ شير دل خان کي پنهنجو نائب مقرر ڪري خراسان روانو ٿيو. انهي دوران افواهه اٿيو ته رنجيت سنگهه شڪارپور تي حملو ڪرڻ وارو آهي، اها خبر ٻڌندي مير ڪرم علي خان پنهنجي ٻين رفيقن سان صلاح مشورو ڪري فيصلو ڪيو ته نواب ولي محمد خان لغاريءَ جي سربراهي ۾ هڪ لشڪر موڪلجي. جيئن ته نواب صاحب سياست کان واقف هو ان ڪري عبدالمنصور سان، جيڪو ان وقت سردار عظيم خان طرفان شڪارپور جو حاڪم هو، ملاقات ڪري امن ۽ سڪون سان شڪارپور پنهنجي قبضي ۾ ڪيائين ۽ ڪجهه وقت ڪانپوءِ آغا ڪاظم شاهه کي ٽالپرن طرفان شڪارپور جو ناظم مقرر ڪيائين.

مير ڪرم علي خان 1244 ھ/1828ع ۾ وفات ڪئي. ان وقت سندس عمر 63 سال هئي. هن ڪل 17 سال حڪومت ڪئي. هي پهريون ٽالپر حڪمران هو، جنهن کي حيدرآباد ۾ دفن ڪيو ويو. سندس قبر تي مقبرو ٺهرايو ويو. جنهن تي ان وقت جا 12 هزار رپيا خرچ ٿيا. ان جي نقاشي ۽ سنگ تراشي اعليٰ نموني جي آهي.

مير ڪرم علي خان شاعر هو ۽ تخلص "ڪرم" ڪم آڻيندو هو. سندس دربار هميشه شاعرن سان ڀريل نظر ايندي هئي. مير صاحب جي تصنيفن ۾ "ديوان ڪرم" ۽ "مجموعہ دلڪشا" شامل آهن مجموعہ دلڪشا ۾ مير صاحب پنهنجي ذوق مطابق ان وقت جي مشهور شاعرن جا شعر جمع ڪيا آهن. مير صاحب جي علمي ذوق ۽ قدر دانين کي ڏسندي ان دور جي ڪيترن ئي مصنفن پنهنجون تاليفون، مير صاحب جي نالي منسوب ڪيون. مثلاً مخدوم نور محمد "نور" بوبڪائيءَ حڪيم محمد ارزانيءَ جو عربي ڪتاب "حدود الامراض" جو فارسي ۾ ترجمو ڪري مير صاحب جي نالي سان منسوب ڪيو.

ميرزا احسن ڪربلائي لکيو آهي ته مون کي مير صاحب جا ٻه ديوان ڏسڻ ۾ آيا. هڪ اهو ديوان، جو مير صاحب جيئن غزل چيا آهن، تيئن لکيا ويا آهن. ٻيو اهو ديوان جو ساڳئي ديوان جي اصلاح ڪري لکيو ويو آهي. 'ديوان ڪرم' 2003ع ۾ ڊاڪٽر محمد حسين تسبيحيءَ جي ڪوشش سان ڇپجي چڪو آهي.

مير ڪرم علي خان ۽ مير مراد علي خان ٽالپر گهڻو ڪري هڪ ٻئي جي تتبع تي غزل چيا آهن، جي اصل ۾ فارسي شاعرن جي تتبع تي چيل آهن.

**ٽالپر، مير محمد حسن علي خان:** مير محمد حسن علي خان ٽالپر، مير محمد نصير خان ٽالپر جو فرزند هو ۽ حيدرآباد جي قلعي ۾ 26 ذوالقعد سن 1240 ھ 1824ع ۾ ڄائو.

مير نصير خان شهزادي جي تعليم لاءِ قاچاريہ دربار جو ايراني عالم سيد مجتهد ۽ سنڌي عالم آخوند احمد مقرر ڪيا. سندس ذهانت جو اهو حال هو جو پاڻ ڏهن سالن جي عمر ۾ قرآن مجيد حفظ ڪيائين.



1843ع ۾ مياڻيءَ جي جنگ کان پوءِ کيس والد سان گڏ نظربند ڪري ڪلڪتي موڪليو ويو، جتي ويهه سال رهيو. مير صاحب جي سوانح حيات جو مطالعو ڪندي خبر پوي ٿي ته پاڻ ڪلڪتي ۾ اسيريءَ جي زماني ۾ به مطالعي ۽ عبادت کان غافل نہ رهيو. ان جو مثال هي آهي ته ڪلڪتي ۾ سي. جي. عيسائي پادريءَ اسلام جي خلاف "ميزان الحق" نالي ڪتاب فارسيءَ ۾ لکي ۽ شايع ڪرايو. جنهن جو مير صاحب "لسان الحق المسميٰ به رد نصاريٰ" ڪتاب فارسي نثر ۾ 568 صفحن جو لکي پنهنجي قابليت جو داد ڏنو. ڪتاب جي آخر ۾ مير صاحب لکي ٿو ته "هي هيڏو ڪتاب مون ڇهن مهينن جي مختصر عرصي ۾ رات ڏينهن هڪ ڪري اهڙيءَ محنت سان لکيو آهي، جو منهنجي آڱرين مان رت روان آهي ۽ الحمدالله هي ڪتاب انهي تاريخ تي لکي پورو ڪيو اٿم، جا منهنجي ڄمڻ جي تاريخ آهي". اهو ڪتاب ان وقت لنڊن ۽ لاهور مان ڇپجي پڌرو ٿيو هو.

مير صاحب سن 1863ع ۾ ڪلڪتي مان پنهنجي وطن سنڌ حيدرآباد موٽي آيو. ان وقت سندن عمر 40 سال هئي. کيس حڪومت برطانيہ طرفان 3000 هزار رپيا ماهوار پينشن ملندي هئي. سندس علمي دلچسپي ۽ سخاوت جو هي مثال نمايان آهي ته جڏهن سنڌ مدرسته السلام جي باني حسن علي آفنديءَ مدرسي جي تعمير لاءِ چندو گهريو، تڏهن مير صاحب 60000 رپيا امداد ڏني.

مير صاحب نماز ۽ روزي جو پابند، عالم، فاضل، متقي ۽ شرع محمديءَ کان واقف هو. هڪ دفعي حڪومت برطانيہ ڪنهن مري ويل نواب جي ملڪيت جو ڪيس حيدرآباد ۾ مير صاحب جي حوالي ڪيو ۽ مير صاحب ٿوري عرصي ۾ اسلامي عدل مطابق پنهنجو فيصلو ڏنو ۽ نواب جا وارث پاڻ ۾ راضي ٿي ويا. انهي فيصلي کان متاثر ٿي حڪومت برطانيہ کيس ڪي، آئي، سي جو خطاب عطا ڪيو.

مير صاحب 85 سالن جي عمر ۾ سن 1907ع ۾ حيدرآباد ۾ وفات ڪئي ۽ کيس سندن بنگلي ۾ امانت طور دفن ڪيو ويو ۽ سن 1911ع ۾ مير نور محمد خان "حمزويءَ" جي حڪم سان لاش کي "دواري" نالي بحري جهاز رستي ڪربلا معليٰ روانو ڪيو ويو ۽ حضرت امام حسين عليہ السلام جي روضي اقدس جي صحن ۾ آڻي حجري ۾ پيرانديءَ کان دفن ڪيو ويو. دفن جي تاريخ 12 جمادي الاول 1330 ھ/ 1911ع آهي.

مير صاحب 1863ع ۾ ڪلڪتي کان واپس حيدرآباد آيو ته هميشہ مغموم رهندو هو. ٽنڊي آغا جي ميرزا فتح علي بيگ، مير صاحب وٽ اهلبيتن جي شان ۾ هر رات جو ڪڏهن مناقب ۽ ڪڏهن مرثيا پڙهندو هو. هڪ دفعي مير صاحب جو چاهه ڏسي ميرزا صاحب عرض ڪيو ته قبلہ جيڪڏهن توهان به شاعريءَ جي ميدان ۾ پنهنجي ڪميتِ قلم کي جولان ڏيو ته ڏاڍو چڱو ٿئي. ان کان پوءِ مير صاحب شعر ۾ طبع آزمائي شروع ڪئي ۽ جيئن جيئن وقت گذرندو ويو تيئن تيئن شعر به بهتر کان بهتر ٿيندو ويو. مير صاحب پنهنجو تخلص "حسن" رکيو.

مير حسن علي خان بادشاهيءَ وارو زمانو به ڏٺو ۽ نظر بنديءَ وارو زمانو به ڏٺو پنهنجن بزرگن وانگي اثنا عشري هو. سواءِ اهلبيت جي ٻيو ڪو به شعر نہ چيائين. مير صاحب ڪڏهن به ڪنهن کان شعر ۾ اصلاح نہ ورتي. سندس شاعريءَ جو بنيادي مقصد، اهلبيت عظام جي مدح ۽ ثنا آهي.

ٽالپرن جي عهد حڪومت ۾ درباري شاعر يا خود مير صاحبان (حڪمران ۽ شهزادا) فارسي زبان ۾ شعر چوندا هئا. مير صاحب به ان زماني جو هو. ان ڪري پنهنجي ڪلام ۾ سنڌيءَ سان گڏ فارسي به ڪم آندي اٿس.

مير صاحب جا مرثيا نهايت اثرائتا ۽ جذبات سان ڀريل آهن ۽ سندس مرثين ۾ فصاحت، بلاغت ۽ شيريني آهي. مير صاحب پنهنجي مرثين ۾ نوان نوان اسلوب سنڌي زبان ۾ ڪثرت سان پيدا ڪيا آهن. هڪ ئي واقعي کي الڳ الڳ رنگ ۽ ڍنگ سان بيان ڪري نئون ميدان پيدا ڪيو آهي.

مير صاحب جا هيٺيان ڪتاب موجود آهن. جن مان ڪي شايع ٿيا ۽ ڪي اڃا قلمي صورت ۾ آهن:

(1) لسان الحق في ميزان الصدق فارسي نثر ۾ (هي ڪتاب سي. جي فادر جي ڪتاب ميزان الحق جو جواب آهي. هي ڪتاب ڀهرين 1308 هه ۾ لاهور مان شايع ٿيو.

(2) مختارنامو. سنڌي نظم ۾ ٻن جلدن ۾ جلد اول 1892ع. جلد ٻيو 1895ع ۾ ڇپيو.

(3) رويائي صادقه. فارسي نثر ۽ نظم ۾ ڇپيل (هن ۾ جيڪي مير صاحب خواب ڏٺا هئا. تن جو احوال آهي)

(4) فارسي مرثيا. 1321 هه ۾ لاهور مان شايع ٿيا.

(5) نهر البڪا (هن ۾ فقط سلام آهن ۽ 1326 هه ۾ لاهور مان شايع ٿيو)

(6) مثنوي فتح نامو سنڌي (1938ع سنڌ مسلم ادبي سوسائٽيءَ مان هن مثنويءَ جو تمام ٿورو اقتباس شايع ٿيو)

(7) احسن البيان. اردو نثر ۾ (هي ڪتاب پادري عماد الدين پاڻي پتيءَ جي رسالي تحقيق الايمان جو جواب آهي)

(8) رد خوارج. سنڌي نثر ۾ (مير محمد علي خان ٽالپر ٽنڊي محمد خان واري جي عزاداريءَ بابت سوالن جي جواب ۾ آهي)

(9) مجموعہ خطوط. فارسيءَ نثر ۾ (سي. جي پادريءَ جي خطن جا جواب)

(10) مجموعہ خطوط. نثر فارسيءَ ۾ (آخري تاجدار سنڌ مير نصير خان قيد دوران جيڪي خط پنهنجي بيگمات ڪي لکيا. تن ڪي تاريخ وار گڏ ڪري. هڪ تاريخ جو حصو بنايو)

(11) شڪار بابت ٻن جلدن ۾ ڪتاب (جيڪي مير صاحب شڪار ڪيا. تن جو احوال)

(12) حملہ حيدري ٻہ جلد (حضرت علي عليہ السلام جي جنگين جو منظوم احوال. اها مثنوي ميرزا عباس علي بيگ وڏي محنت سان مرتب ڪري چڪو آهي. ميرزا صاحب مثنوي جي هر هڪ باب تي روشني وجهڻ ڪانپوءِ مثنويءَ تي فصاحت و بلاغت جي روشنيءَ ۾ پڻ وڏو بحث ڪيو آهي.)

(13) ڪليات مناجات نعت ۽ منقبت.

(14) بياض چهارده معصومين عليہ السلام جي شان ۾ چيل قصيدو.

(15) ڪليات مرثيہ

(16) نهج البلاغہ جي هڪ مشهور خطبي "خطبہ شقشقيہ" جو منظوم سنڌيءَ ۾ ترجمو

(17) شاهڪار حسن. مرتب ميرزا عباس علي بيگ (ميرزا عباس علي بيگ شاهڪار حسن ۾ چوڏهن معصومن جا قصيده ۽ مرثيہ وڏي محنت سان مرتب ڪري انجمن اماميہ سنڌ طرفان 1965ع ۾ شايع ڪرايا. هن ڪتاب جي تياري ۾ پاڻ پنهنجي پيءُ ميرزا امام علي بيگ، چاچي ميرزا قربان علي بيگ ۽ حسن بخش مرزاڻي جي لکيل قلمي بياضن مان مرثيہ ۽ قصيده نقل ڪيا).

(18) ڪلياتِ حسن (هن وقت مير حيدر علي خان ٽالپر وڏي محنت سان ميرزا فتح علي بيگ جي مدد سان مير حسن علي خان ٽالپر جو ڪلام شايع ڪري رهيو آهي، جنهن جي نتيجي ۾ 'ڪلياتِ حسن' جا ٻہ جلد (2007ع ۽ 2009ع) منظر عام تي اچي چڪا آهن. جن ڪي ميرزا فتح علي بيگ مرتب ڪيو آهي).

(19) تحفۃ المسلمين و هديۃ المومنين. لاهور مان 1316هه/ 1898ع ۾ شايع ٿيو.

**ٽالپر، مير محمد علي خان "بهرور"**: مير صوبدار خان ٽالپر جو فرزند مير محمد خان ٽالپر 14 صفر 1243هه/ 1827ع تي پيدا ٿيو ۽



ڪلڪتي ۾ ڀهرين رجب 1278هه/1861ع تي وفات ڪيائين. پاڻ ٻہ مثنويون يادگار ڇڏيون اٿس. ان ڪان سواءِ ڪجهہ غزل، منقبت ۽ قصيدا پڻ مختلف بياضن ۾ ملن ٿا. سندس تخلص "بهرور" هو مير محمد علي خان ٽالپر ڪيترائي تاريخي ڪتاب بيهر مختلف ڪاتبن ڪان لکرايا. جن ۾ مختلف بياض ۽ تاريخي ڪتابن ۾ 'تاريخ چراغ هدايت' قابل ذڪر آهن.

**ٽالپر، مير محمد نصير خان 'جعفري'**: مير نور محمد خان جي وفات ڪانپوءِ 1256هه/1840ع ۾ مير محمد نصير خان جنهن جو لقب "سرڪار فيض آثار" هو.

ٽالپرن ۾ ذاتي جهيڙا شروع ٿي چڪا هئا. مير صوبدار خان موقعي جي تلاش ۾ هو ۽ پاڻ مخفي طور تي انگريزن جو وفادار هو. مير نور محمد جي ٻن فرزندن مير شهداد ۽ مير حسين علي جي وچ ۾ ملڪيت تان تڪرار پيدا ٿيو. پر آئوٽرام وچ ۾ پئي سندن صلح ڪرايو. انهيءَ ڪان سواءِ خيرپور جي ميرن ۾ بہ تڪرار وڏي رهيو هو.



هڪ طرف سنڌ ۾ اندروني خلفشار ۽ بيقراري هئي تہ ٻئي طرف افغانستان ۾ اوچتو وڏو انقلاب اچي ويو ۽ شجاع الملڪ کي قتل ڪيو ويو ۽ انگريزن جي نمائندي کي پڻ بيدرديءَ سان قتل ڪيو ويو. هيءُ واقعو 1842ع جي شروع ۾ پيش آيو انهي واقعي جو برطانوي حڪومت نوٽيس وٺندي لارڊ آڪلنڊ کي واپس لنڊن گهرائي. ان جي جاءِ تي لارڊ ايلنبرو کي سخت هدايتون ڏئي هندستان موڪليو. انهي ڪان علاوه افغانستان جي خوني ڪارروواين جو سنڌ تي چڱو اثر پيو ۽ انگريزن سُتت ئي افغانين تي ضابطو آندو. انهيءَ افرا تفريءَ ۾ انگريزن. ميرن ڪان گهربل ڊل گهري. جنهن جي ادائگي ۾ ميرن ڪوتاهي ڪئي، جنهنڪري انگريزن سوچيو تہ ڊل عيوض ميرن ڪان شڪارپور ورتو وڃي تہ جيئن افغانستان تي دائمي ضابطو رهي، پر تنهن وقت انگريز افغانستان جي جنگ ۾ مصروف هئا. تنهنڪري ٽالپرن تي زور نہ ڏنو.

ميجر آئوٽرام سنڌ ۾ ايندي ئي پنهنجي گهري نگاهہ سان ٽالپرن ڪي پرکي ورتو تہ افغانستان ۾ انگريزن جي شڪست جو ٽالپرن تي خاص اثر پئجي رهيو آهي. آئوٽرام ڪي وڏيڪ بدگماني انهيءَ ڪري ٿي، جو ڪيس خبر پئي تہ مير نصير خان ۽ ملتان جي ديوان ساوڻ مل جي وچ ۾ مخفي خط و ڪتابت هلي رهي هئي ۽ مير رستم خان جون پنجاب جي راجا شير سنگهہ سان پڻ ڳالهيون هلي رهيون هيون. هندستان جي گورنر جنرل ايلنبرو بہ اچڻ سان افغانستان ۾ انگريزي فوج ڪي تباهيءَ جي ڪناري تي ڏسي

سوچيو ته متان سرحدي ملڪ بغاوتون ڪن، ان ڪري هن سختيءَ کان ڪم وٺندي آئوٽرام کي هڪ خط لکيو ته:

"جيڪڏهن اوهان کي ميرن ۾ ڪي شڪ ۽ شبها هجن ۽ انهن لاءِ ثابتيون به هجن ته ڪين آگاهه ڪري تنبيهه ڪريو ته سندن هلت بابت کين سخت سزائون ڏنيون وينديون."

انهيءَ کان سواءِ گورنر جنرل حيدرآباد جي امير نصير خان کي ٽي خط لکيا، جن ۾ لکيائين ته:

"جڏهن اوهين برٽش حڪومت سان بيوفائي ڪندا، اُن ڏينهن اوهان جي حڪومت اوهان کان هلي ويندي."

ميجر آئوٽرام انهن خطن کي پاڻ وٽ محفوظ رکيو، ڇو جو انهن خطن ۾ دوستاڻي لاڳاپن بدران اڻ وڻندڙ دڙڪا هئا، جي اڳتي هلي ٽالپرن ۽ انگريزن ۾ ڇڪتاڻ ۽ ناراضگيءَ جو باعث بڻجن ها، پر پوءِ انهن ڳالهين کان متاثر ٿي هن هڪ نئون عهدنامو ٽالپرن جي اڳيان رکڻ چاهيو ٿي، پر گورنر جنرل کيس پيغام موڪليو ته ميرن کان "سبزل ڪوٽ" ۽ "ڀنگ" جو علائقو وٺي، نواب بهاولپور جي حوالي ڪيو وڃي. ميجر آئوٽرام انهيءَ ڳالهه تي متفق نه ٿيو، جنهنڪري کيس سنڌس عهدي تان برطرف ڪري چارلس نيپيئر کي مڪمل اختيار ڏئي سنڌ جي قسمت جو مالڪ بنائي موڪليو ويو. گورنر جنرل هن سٺ سال جي پوڙهي بابت لکيو ته:

"هو پيرسن، آزمودگار، شوخ طبع، تند مزاج ۽ دل جو ڪنور سپاهي آهي ۽ هي هڪ جهنگلي هاٿي آهي، جنهن کي سڌارڻ لاءِ ويهه سيڪاريل هاٿي ڪپن."

بهرحال گورنر جنرل کي پڪ هئي ته نيپيئر جنگجو طبيعت جو مالڪ آهي ۽ آخر هڪ ڏينهن ميرن جي طاقت سان ضرور ٽڪر کائيندو.

نيپيئر اجا پنڌ ۾ هو ته کيس خبر پئي ته افغان، بروهي، بلوچ ۽ ٽالپر به لڪ لشڪر انگريزن سان جنگ ڪرڻ چاهين ٿا ته جيئن سندن مشرق ۾ طاقت کي ختم ڪيو وڃي. پر هن اڳئي پڪو ارادو ڪيو هو ته ڪنهن به صورت ۾ ميرن جي حڪومت کي ختم ڪيو ويندو. هن خود لکيو آهي ته "اسان کي ڪو به حق نه آهي ته سنڌ کي پنهنجي حڪومت ۾ آڻيون، پر ڪجهه حالتن سبب ائين ڪرڻو پوندو."

نيپيئر کي گورنر جنرل کان اهڙي اڳئي هدايت مليل هئي ته سنڌ ۾ پهچڻ شرط ڪراچيءَ کي پنهنجي قبضي ۾ آڻي ۽ جيڪڏهن ٽالپرن مان ڪو مخالفت ڪري ته ان کي سخت سزا ڏني وڃي.

19 سيپٽمبر 1842ع تي نيپيئر حيدرآباد پهتو ته مير نصير خان جي فرزند مير عباس علي خان شهر جي معزز ماڻهن سان گڏجي سندس استقبال ڪيو ۽ کيس حيدرآباد جي قلعي ۾ وٺي آيو جتي سندس ملاقات سنڌ جي آخري تاجدار سان ٿي، هن مير صاحب کي بيباڪيءَ سان چيو ته "سنڌو نديءَ تي محصول وجهي معاهدي جي ڀڃڪڙي نه ڪندا، جيڪڏهن ائين ڪندا ته هيءَ دفعي ملاقات محبت ڀريئي انداز ۾ نه ٿيندي. تنهن کان سواءِ اڳين سفيرن جو زمانو گذري چڪو آهي، ان ڪري ڪا به رياڪاري ۽ بي وفائي برداشت نه ڪئي ويندي". ان ڪانپوءِ هن ٽالپرن جي ڏاڍاين جي فهرست پيش ڪئي، جنهن موجب ميجر آئوٽرام ٽالپرن کي ڏوهي قرار ڏنو هو. هيءُ ڏينهن جنرل نيپيئر سکر لاءِ روانو ٿيو جتي هن کي خيرپور جي ٽالپرن سان به ڳالهيون ڪرڻيون هيون. اُتي کيس خبر پئي ته بهاولپور جي هڪ سوداگر کان محصول ورتو ويو آهي. جنرل هڪدم مير رستم خان کي خط لکي موڪليو ته محصول وارا پئسا سوداگر کي واپس ڏنا وڃن. جيڪي مير صاحب واپس ڪيا. ان ڪانپوءِ نيپيئر روهڙي ويو ۽ اتي پنهنجو هيڊ ڪوارٽر مقرر ڪيائين. جلدي سبزل ڪوٽ ۽ ڀُنگ تي بنگالي فوج بيهاري قبضو ڪيائين. ان واقعي ڪانپوءِ ميرن ۾ انگريزن سان مقابلي ڪرڻ جي سوچ پيدا ٿي.

افغانستان کان فوجون واپس اچي رهيون هيون. جنرل آڪلنڊ پنهنجي فوجن سان اچي روهڙيءَ ۾ پهتو. شهر ۾ افواهه پکڙجي ويا، پر افسوس سنڌ جي ميرن ان طرف ڪو به ڌيان نه ڏنو اُن دوران جنرل، ڪيپٽن اسٽينليءَ معرفت حيدرآباد ۾ مير نصير ڏانهن نئون عهد نامو موڪليو ويو جنهن جا شرط هيٺينءَ ريت هئا:

(1) سنڌ جي سڪي جي هڪ پاسي راڻي وڪٽوريا جي تصوير هوندي.

(2) ڪراچي، ٺٽو، شڪارپور، سبزل ڪوٽ ۽ انهن شهرن ويجهو زمينون انگريز عملدارن کي ڏنيون وينديون.

(3) درياهه جي ٻنهي ڪنارن تي هڪ سؤ گز زمين انگريزن جي حوالي ڪئي ويندي.

(4) انگريزن تان هر قسم جون ڍلون ۽ مال جو محصول معاف ڪيو ويندو.

مٿئين عهدنامي مير صاحبن کي پريشان ڪري وڌو ۽ هو اجا عهد نامي تي صحيح ڪرڻ لاءِ سوچي رهيا هئا ته هڪ پڌرنامي جي ذريعي جنرل سنڌ حڪومت کي خبردار ڪيو. ان کان سواءِ وقت به وقت تاڪيدي خط به ميرن کي لکندو رهيو. ليڪن افسوس جو سنڌ حڪومت ۾ نا اتفاقي هئي ۽ مير صاحب ڪنهن به صلاح، مشوري تي متفق نه ٿيا.

نيپيئر پڪو ارادو ڪيو ته ميرن جي سگهه کي ٻن حصن ۾ ورهائي ختم ڪجي. هن، گورنر جنرل کي درخواست موڪلي ته ميجر آئوٽرام کي سنڌ ۾ ٻيهر مقرر ڪيو وڃي، ڇو ته هو سنڌي زبان ڄاڻي ٿو. 1843ع ۾ ميجر آئوٽرام ٻيهر سنڌ آيو. حيدرآباد پهچڻ تي مير صاحبن کيس تحفا موڪليا، ميجر آئوٽرام فقط مير صوبدار جو تحفو قبول ڪيو ۽ ٻين مير صاحبن جا تحفا واپس ڪري ڇڏيا، ان تي مير صاحبن کي ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ هنن سمجهي ورتو ته مير صوبدار خان، مير علي مراد خان وانگر انگريزن جي هدايتن تي هلي رهيو آهي، ٿي سگهي ٿو ان وانگر کين نقصان پهچائي.

انهيءَ سال ذوالحج جي آخر ۾ مير رستم خان جي پائٽي ۽ پٽ مير نصير خان ۽ محمد حسن خان کهڙن مان حيدرآباد ۾ اچي مير رستم خان لاءِ مدد جي درخواست ڪئي، اجا هو پاڻ ۾ صلاح مشورو ڪري رهيا هئا ته مير رستم خان پنهنجن پٽن ۽ پائرن سان گڏ اچي حيدرآباد پهتو. مير صوبدار خان کان سواءِ ٻيا سڀ مير، مير رستم خان سان اچي مليا ۽ سندس گرمجوشي سان آڌرڀاءُ ڪيو ويو. ان بعد کيس حيدرآباد جي قلعي ۾ وٺي آيا. مير صاحب، مير نصير خان کي خبر ڏني ته نيپيئر هاڻي حيدرآباد تي چڙهائي ڪندو ٿو اچي.

هوڏانهن نيپيئر امام ڳڙهه جي قلعي کي تباهه ڪرڻ بعد پنهنجو سڄو ڌيان حيدرآباد جي اميرن ڏانهن ڪيو. نئين عهد نامي پيش ڪرڻ لاءِ هن ميجر آئوٽرام جون خدمتون حاصل ڪيون ۽ کيس ميرن کان عهد نامي تي صحيح ڪرائڻ لاءِ ڪمشنر مقرر ڪيائين. جنرل عهدنامي تي صحيح ڪرڻ جو مدو 25 جنوري کان پهرين فيبروري تائين مقرر ڪيو. ميجر آئوٽرام جڏهن حيدرآباد ڏانهن روانو ٿيو ته جنرل نيپيئر سڪرنڊ ۾ اچي پهتو.

مير نصير خان حيدرآباد مان مرزا خسرو بيگ، يوسف خدمتگار ۽ غلام علي نظاماڻيءَ کي جنرل نيپيئر ڏانهن موڪليو. جن جنرل کي چيو ته مير صاحب آخري عهد نامي جي شرطن کي قبول ڪرڻ لاءِ تيار آهن. ليڪن حيدرآباد جي اميرن جي خواهش آهي ته جنرل جي وچ ۾ پوڻ تي پهرين مير رستم خان کي سندس حق ڏنو وڃي. مرزا خسرو بيگ گفتگوءَ دوران جنرل کي آگاهه ڪيو ته مير رستم خان سان جيڪو ناروا سلوڪ ڪيو ويو آهي ۽ سندس جيڪا حق تلفي ٿي آهي، حيدرآباد جي اميرن کي انهيءَ تي ڏاڍو ڏک آهي، خاص ڪري بلوچن کي اهڙو صدمو رسيو آهي، جو انگريز حيدرآباد پهتا ته بلوچ مٿن اگهاڙيون تلوارون کڻي نڪري ايندا. بلوچن جي جنگ ڪا رواجي جنگ نه آهي ۽ تو کي اها آگاهي هجي ته ”سنڌ ڪو حلوو نه آهي، جنهن کي سولائيءَ سان ڳڙڪائي ويندين.“ ان تي نيپيئر جواب ڏنو ته ”آئون پاڻ جنگ ڪرڻ آيو آهيان ۽ هاڻ ڏسنداسون ته بلوچن جون تلوارون ڪيئن ٽيون انگريزي توبن ۽ بندوقن جي گولين کي منهن ڏين. مون ميجر آئوٽرام کي حيدرآباد موڪليو آهي ته نئين عهدنامي بابت جيڪي ڪجهه مير چون، اهو سڌيءَ طرح مونکي رپورٽ ڪري.“

6 فيبروري 1843ع تي آئوٽرام ۽ ليفٽيننٽ برائون پنهنجن سپاهين سان گڏجي (جن جو تعداد 50 ۽ 100 جي وچ ۾ هو) حيدرآباد جي ريزيڊنسي ڪئمپ ۾ آيا. ميجر نئون عهدنامو ميرن آڏو پيش ڪيو. ٽالپرن، مير رستم خان کي هيڻ حق ڏيارڻ تي اسرار ڪيو. پر ترت ئي حالتن ۾ تبديلي اچي وئي جنهن جو نتيجو خطرناڪ معلوم پئي ٿيو. ذڪر ڪيل عهدنامي کان ٽالپر بيزار هئا ۽ عهدنامي تي صحيح ڪرڻ پنهنجي حڪومت جي بربادي جو پيش خيمو ٿي سمجهيائون. ٻئي طرف جنرل جي پيش رفت کان مير صاحب ڊنل هئا ۽ جنگ جي اعلان کان سواءِ امام ڳڙهه جي تباهي سندن اکين آڏو هئي. اهڙيءَ حالت ۾ ڪين ڪا به حڪمت عملي نه پئي سجهي، ٻنهه منجهيل هئا. ان دوران انگريزن ۽ حيدرآباد جي اميرن جي وچ ۾ ڊگها بحث مباحثا ٿيا ۽ طئي ڪيو ويو ته جيئن ته هن وقت محرم جو ڏهو آهي، ان ڪري 10 محرم کان پوءِ عهدنامي تي صحيحون ڪيون وينديون. 12 محرم تي برائون، مير نصير خان وٽ عهد نامو کڻي آيو ۽ مير صاحب ڪيس ٻئي ڏينهن اچڻ جو وقت ڏنو.

ٻئي ڏينهن رات جو مير نصير خان پنهنجي خاص صلاحڪارن کي گهرايو، جن ۾ نواب غلام محمد لغاري، بختيار خان لغاري، مير غلام شاهه شهواڻي ۽ خان محمد خان ملڪاڻي مير صاحب کي انگريزن خلاف ڀڙڪايو. آخوند محمد بچل ۽ خان نوڙهي، مير صاحب کي صلح جي صلاح ڏني، پر مير صاحب کي عهدنامي تي صحيح ڪرڻ ڏکيو پئي لڳو. وعدي موجب ميجر آئوٽرام پنهنجي نائب هٿان عهد نامو صحيح ڪرڻ لاءِ ڏياري موڪليو. پر نواب غلام محمد لغاريءَ عهد نامو ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڦاڙي ڇڏيو. نائب سولجر مايوس ٿي واپس هليو ويو. مير صوبدار خان ۽ مير، مير محمد خان ان معاملي کان ايڏو ته پري ٿي ويا، جڻ ته حڪومت سان سندن ڪو واسطو ئي نه هو. فقط مير شهداد خان ۽ مير حسين علي خان مير نصير خان سان ڏک ۽ سک ۾ شريڪ رهيا.

نيپيئر حيدرآباد ايندي حيات خان مريءَ کي سندس 25 مڪيه ماڻهن سميت گرفتار ڪري مشهور ڪيو ته حيدرآباد جي مير، مير محمد خان جو بلوچن ڏانهن هڪ حڪم نامو هٿ آيو آهي. جنهن ۾ چيو ويو آهي ته اهي 9 تاريخ تي مياڻيءَ جي ميدان ۾ گڏ ٿين. حالتون اهڙيون اچي بيهيون، جو صلح ڪرڻ بيڪار نظر پئي آيو ۽ جيڪڏهن مير نصير خان صلح ڪري به ها، تڏهن به نيپيئر اهڙا شرط رکي ها، جو مير صاحب مجبور ٿي حڪومت انگريزن جي حوالي ڪري ها. مير شهداد خان ۽ نواب احمد خان لغاري ٽيهن هزارن جو لشڪر تيار ڪري آئوٽرام جي سرڪاري رهائش گاهه تي حملو ڪيو، مگر خوش قسمتيءَ سان هو پنهنجي ساٿين سميت بچي ويو ۽ درياهه جي ڪپ تي وڃي پهتو، جتي هر وقت ننڍو جهاز تيار بيٺو هوندو هو ميجر آئوٽرام پنهنجي عملي سميت سلامتيءَ سان نڪري ويو سج لهڻ کان اڳ ڏنو ويو ته جنهن طرف نيپيئر منزل انداز هو آگبوٽ انهيءَ طرف وڃي رهيو هو انهيءَ واقعي کان پوءِ مير شهداد خان ۽ نواب احمد خان لغاري مکيه بلوچ سردارن سان گڏجي نصير خان وٽ آيا، اُها سڄي رات صلاح مشوري ۾ گذري. صبح جو مير نصير خان لشڪر سميت مياڻيءَ جي ميدان ۾ پهتو.

مير نصير خان سان گڏ مير شهداد خان، مير حسين علي خان مير رستم خان ۽ ٻيا مکيه بلوچ سردار هئا، جن جي لشڪر جو تعداد سترهن هزار هو 16 فيبروري 1843ع تي جنرل نيپيئر کي خبر ملي ته ميرن جي فوج 10 ميلن جي مفاصلي تي ڦليليءَ جي پيٽ ۾ منزل انداز آهي. 17 فيبروري 1843ع تي نيپيئر ميرن جي فوج کي سامهون انگريزي فوج باقاعدي تربيت يافته هئي ۽ ٽالپرن جو لشڪر جنگي حڪمت عملي ۽ تربيت کان غير واقف هو.

17 فيبروري 1843ع جمعي جي ڏينهن صبح جو 8 بجي جنگ جو طبل وڳو. انگريزن جي توبن ۽ بندوقن جي ٻوڇاڙ جو جانباز بهادر بلوچن دليريءَ سان مقابلو ڪيو. مير جان محمد خاناڻيءَ منڍ ۾ ئي اهڙي سياڻپ ۽ دليريءَ سان مقابلو ڪيو جو نيپيئر کي جنگ هارائڻ جي پڪ ٿي وئي. بلوچن جا



مياڻي جي جنگ جو هڪ اسڪيچ

جوش ڀريا نعرا جنرل کي آسماني گجگوڙ وانگر معلوم ٿي رهيا هئا. هي پرجوش معرڪو 4-5 ڪلاڪ هليو. جنهن ۾ اڪثر انگريز آفيسر زخمي ٿي پيا. ٻئي طرف ميرن جون فوجون مقابلي جو تاب نه سهي ڇڙوڇڙ ٿيڻ لڳيون، پر پوئتي هٽندي به بلوچ گهبرايل نظر نه پئي آيا ۽ بهادريءَ سان وڙهندا رهيا. جنهن جو اعتراف انگريز مصنفن پنهنجن مختلف ڪتابن ۾ ڪيو آهي. پوڙهي جنرل کي اهو نعرو هٽندي ٻڌو ويو ته ”خداوند راڻي وڪٽوريا کي بچائج“ آخر ميدان انگريزي فوج جي قبضي ۾ اچي ويو ۽ ميرن جي لشڪر کي شڪست ٿي. جنرل پنهنجي فتح جو اعلان ڪيو. لڙائيءَ انهيءَ ڏينهن جمعي نماز کان ڪجهه وقت اڳ ختم ٿي ۽ ٽالپرن جي حڪومت سان گڏ سنڌ جي آزاديءَ جو آفتاب به غروب ٿيو.

سيد ثابت علي شاهه ڪربلائيءَ جي فرزند سيد احسان علي شاهه مياڻيءَ جي جنگ جو احوال نظم ۾ تحرير ڪيو آهي. اهو واقعي هڪ پرسوز مرثيي جي حيثيت رکي ٿو.

لڙائيءَ جي ختم ٿيڻ بعد مير نصير خان، مير شهداد خان ۽ مير رستم خان 18 ماڻهن سان گڏ حيدرآباد جي قلعي ۾ موٽي آيا. شاهه جو مير صوبدار خان پنهنجي منشي آوتراءِ هٿان مئائيءَ جا ٽوڪرا تحفي طور جنرل کي ڏياري موڪليا ۽ پيغام موڪليائين ته جنرل سان ملاقات جو خواهشمند آهيان. جيئن ته نيپئر فوج جي سخت پهري ۾ هو، ڪيس نه سندس پيغام مليو نه سندس تحفا. جنرل ٽالپرن کي حڪمنامو ڏياري موڪليو ته سڀاڻي صبح جو جيڪڏهن مير نصير خان، مير شهداد خان ۽ مير حسين علي خان وٽس نه پهتا ته حيدرآباد کي گهيرو ڪري قلعي کي تباهه ڪيو ويندو.

ٻئي ڏينهن صبح جو مير نصير خان پنهنجي عزيزن سان انگريزن جي ڇانوڻيءَ ۾ ويو. ميجر آئوٽرام سندس استقبال ڪيو ۽ ميرن کي پنهنجي تنبوءَ ۾ وٺي آيو. ٿوري وقت ڪانپوءِ جنرل نيپئر، ڪرنل پيٽلي سان گڏ انهيءَ تنبوءَ ۾ آيو. مير صاحبن پنهنجون تلوارون کولي جنرلن کي ڏنيون، جنهن ڪين واپس ڪري مشڪي چيو ته، ”هي سموري ڪارروائي گورنر جنرل ڏانهن رپورٽ ذريعي موڪلي رهيو آهيان ۽ 25 ڏينهن جي اندر اتان جيڪو حڪم ايندو ان تي عمل ڪيو ويندو. ان وقت تائين اوهان سنڌو درياهه جي ڪناري ڪوٽڙي بندر جي ويجهو انگريزي ڪئمپ ۾ رهندا.“

19 فيبروري 1843ع تي حيدرآباد جو قلعو انگريزن حوالي ڪيو ويو ۽ تقريباً يارهين وڳي صبح جو قلعي جي برج تي ”يونين جيڪ“ جو جهنڊو ڦڙڪايو ويو. ميرن طرفان مقرر ڪيل عملدارن کي برطرف ڪري، سندس جاءِ تي انگريز عملدار مقرر ڪيا ويا. مير صوبدار خان کي به حيدرآباد جي قلعي مان قيد ڪري، انگريزن جي ڇانوڻيءَ ۾ پهچايو ويو.

انهي واقعي کان پوءِ ميرپور جي حاڪم مير شير محمد خان کي ڪاوڙ آئي ۽ حيدرآباد کان اٺن ميلن تي اتر طرف ”دٻي“ جي ميدان ۾ لشڪر وٺي پهتو. جنرل نيپئر به لشڪر وٺي آيو. 24 مارچ 1843ع تي ”دٻي“ جي ميدان ڪارزار ۾ خونريز جنگ لڳي، جنهن ۾ مياڻيءَ جي جنگ جا بچيل بهادر نواب احمد خان لغاري ۽ هوش محمد شيدي وڏي بهادريءَ ۽ جانفشانيءَ سان وڙهيا ۽ شهادت جو جام پي وطن سنڌ تان گهورجي ويا.

نيپئر جو ستارو عروج تي هو اها جنگ به آسانيءَ سان کٽيائين. دٻي جي لڙائيءَ کانپوءِ جنرل کي ڊپ ٿيو ته متان بلوچ انگريزي ڪئمپ تي حملو ڪن ۽ انگريزن کي نقصان رسائين، ان ڪري سڀني مير صاحبن کي ڪئمپ مان ڪڍي درياهه جي وچ ۾ تيار بيٺل جهاز ۾ سوار ڪري چوڌاري سخت پهرو بيهاري ڇڏيائين.

12 اپريل 1843ع تي گورنر جنرل وٽان حڪم آيو ته مير صاحبن کي بمبئي (هندستان) موڪليو وڃي، جنهن تي نيپئر پهرين مير نصير محمد خان، مير حسين علي خان، مير محمد خان، مير يار محمد خان، مير شهداد خان ۽ مير رستم خان (خيرپور واري) کي ڏهن نوڪرن سان بمبئيءَ ڏياري موڪليو ۽ ٻئي جهاز ۾ مير حسن علي خان، مير عباس علي خان، مير فتح علي خان ثاني ۽ مير محمد علي خان موڪليا ويا. سيئي مير صاحب 2 مئي تي بمبئي پهتا. گورنر مير صاحبن کي پنهنجي رهائشگاهه تي ترسايو ۽ بعد ۾ مالابار جي ٽڪريءَ ڏانهن موڪليو جتان ڪين پوني ۽ ساسور پهچايو ويو.

اتي ڪين ٻڌايو ويو ته هيءَ اوهان جي دائمي رهائش گاهه آهي. انهيءَ تي مير نصير خان سخت اعتراض ڪيو ۽ چيو ته آءٌ ڪلڪتي ۾ ايلنبرو سان ملندس، پوءِ جيڪو سندس حڪم هجي. مير صاحب کي ڪلڪتي پهچايو ويو جتي ايلنبرو سان ملاقات ڪيائين ۽ ڪيس دمدمه ۾ رهايو ويو جتي مير صاحب دل جي دوري پوڻ سبب 14 اپريل 1845ع تي 44 سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي. مير صاحب جي لاش کي هڪ سال دمدمه (ڪلڪتي) ۾ امانت طور دفن ڪيو ويو ڇو ته مير صاحب وصيت ڪئي هئي ته ڪيس ڪربلا معليٰ ۾ دفن ڪيو وڃي، پر انگريزن جي سخت مخالفت سبب هڪ سال ڪانپوءِ ڪيس حيدرآباد ۾ ميرن جي قبن ۾ دفن ڪيو ويو.

قيد واري عرصي ۾ مير نصير خان ٽالپر حضرت امام رضا عليه السلام جي روضي اقدس تي هڪ قرآن مجيد هديه طور موڪليو جيڪو اڄ به رضويه ميوزم، مشهد ۾ رکيل آهي. مير صاحب کي شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ سان وڏي عقيدت هئي، جنهنڪري هن شاهه سائينءَ جي مقبري جي مرمت ڪرائي ۽ مقبري جي ڀرسان هڪ مسجد به تعمير ڪرائي.

مير نصير خان سخي، ڪشاده دل ۽ شعر و ادب جو ذوق رکندڙ هو سندس دربار سان ڪيترائي ڏيهي توڙي پرڏيهي شاعر، اديب ۽ عالم لاڳاپيل رهيا. مير صاحب شاعريءَ جي ابتدا 19 سالن جي عمر ۾ ڪئي. شاعريءَ ۾ سندس استاد مير حسن شيرازي هو، جنهن جي ايران وڃڻ بعد آخوند محمد بچل ”انور“ کي شاعريءَ ۾ استاد ڪيائين. مير صاحب جو تخلص ”جعفري“ هو. سندس سڀ تصنيفون نظم ۾ آهن. مير نصير خان، مير ڪرم علي خان جي دور 1819ع ۾ ”قصه مرزا صاحبان“ فارسيءَ ۾ منظوم لکيو. اها مثنوي مير صاحب ٻن مهينن ۾ مڪمل ڪئي ۽ ديباچو پنهنجي استاد آخوند محمد بچل کان لکرايو. جنهن ۾ هن ڄاڻايو ته مير نصير خان شعر و ادب ۾ پنهنجي وقت جي شاعرن کان مٿانهون آهي. هن 19 سالن جيءَ ڄمار ۾ مثنوي ”مرزا صاحبان“ لکي ڪمال ڪيو.

مياڻيءَ جي جنگ ڪانپوءِ مير صاحب ڪلڪتي ۾ شاعريءَ جو هڪ ديوان مرتب ڪيو. جنهن ۾ فارسي، اردو، غزل، مناقبا، مخمس، مسدس، قصيدا وغيره موجود آهن. اهو ديوان وطن کان پري، عزيزن، قريبن، دوستن، احبابن جي وڇوڙي، سفر جي تڪليفن، غريب الوطنيءَ ۽ قيد و بند جي احوال تي مشتمل آهي.

مير نصير خان ”جعفري“، واجد علي شاهه ”اختر“ ۽ بهادر شاهه ”ظفر“ برصغير جا ٽي اهڙا تاجدار آهن، جن جي حياتي جا آخري ڏينهن جلاوطنيءَ، قيد، بند ۽ مصيبت ۾ گذريا. ٽيئي هم عصر هئا ۽ سندن حڪومت جو عرصو به لڳ ڀڳ ساڳيو هو. ٽيئي شاعر هئا ۽ ٽنهي جو موت پنهنجي وطن کان پري ٿيو مير صاحب ۽ واجد علي شاهه ڪلڪتي ۾، ۽ بهادر شاهه ظفر رنگون ۾ وفات ڪئي. سندن علمي ۽ ادبي ڪارناما هميشه ياد رهندا.

سنڌ جي ڏيهي عالمن ۽ اديبن مير صاحب جي شخصيت بابت ڪجهه به نه لکيو آهي، پر انگريزن ڪافي ڪجهه لکيو آهي. ڊاڪٽر جيمس برنس اهو پهريون انگريز آهي، جنهن مير صاحب سان روبرو ملاقات ڪئي هئي. ڊاڪٽر برنس لکي ٿو ته: ”جڏهن مون مير صاحب سان ملاقات ڪئي. ته ان وقت مير صاحب جي عمر 25 سال هئي. سنڌ جي شاهي خاندان ۾ هو سڀ کان وڌيڪ رلڻو ملڻو، خوش خلق، شڪل جو سهڻو ۽ نهايت فضيلت وارو شخص هو. حيدرآباد ايندي مون رستي ۾ مير صاحب جي شاعراڻي شعور جي گهڻي

تعريف ٻڌي هئي. تنهنڪري مون ڀيرين ملاقات ۾ وجهه وٺي مير صاحب کان سندس تصنيف ”ديوان جعفري“ جي گهر ڪئي. ٿورن ڏينهن کان پوءِ هن مون کي انهي تصنيف جو هڪ نهايت سهڻو ۽ با تصوير نسخو ڏنو. هو ٻين سيني کان وڌيڪ بهادر هو، جنهن ڪري سپاهه ۾ ڏاڍي عزت هئس. ٽالپر خاندان مان هي هڪ شهزادو آهي، جنهن جي ترقيءَ ۽ اوج جو امڪان آهي.“

هڪ ٻئي انگريز عملدار ڪئپٽن پوسٽنس مير صاحب سان ملاقات ڪري پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي ته: ”حيدرآباد ۾ رهندڙ وڏو سردار نصير خان (مراد عليءَ جو آخري پٽ) هو. جيڪو وڏو امير، بيحد اخلاق وارو شهزادو ۽ سونهن ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. هو پنهنجي رعيت ۾ مقبول هو ۽ اسان جي سرڪار جا جيڪي اعليٰ عملدار ساڻس ملاقات لاءِ ايندا هئا، اهي ڪيس سندس اخلاق جي ڪري گهڻو پسند ڪندا هئا.“

ايسٽوڪ لکي ٿو ته ”مير نصير خان، ٻين کي هڪدم پنهنجي طرف مائل ڪري وجهندو هو. جيتوڻيڪ هو بدن جو ٿلهو هو، پر سندس شڪل سهڻي هئي ۽ ڳالهائڻ جو انداز صاف ۽ وڻندڙ هو.“

**ٽالپر، مير مراد علي خان ’علي‘**: مير ڪرم علي خان جي وفات کانپوءِ مير مراد علي خان ٽالپر 1828ع ۾ سنڌ جو خود مختيار حاڪم ٿيو. هي مير ڀائرين چئيارن جو چوٿون ۽ آخري حڪمران هو. مير صاحب 54 سال سنڌ تي حڪومت ڪئي. مير مراد علي خان پاڻ کي ڀيرين ”سرڪار بلند احترام“ ۽ بعد ۾ ”سرڪار جهان مدار“ جي لقب سان سڏيو ويو. سندس لقب ’اميرالدوله بهادر‘ پڻ هو.

مير مراد علي خان ٽالپر، هوشمند ۽ داناءُ هو. هن پنهنجي سياسي، دانشمندي ۽ ڏاهپ سان ملڪ ۾ فساد ۽ تخريب ڪاريءَ کي وڌڻ جو موقعو نه ڏنو. گاديءَ تي ويهڻ شرط مقامي سردارن سان پنهنجي لاڳاپن کي مضبوط ڪيائين. ۽ بعد ۾ پرياسي وارن ملڪن جي سردارن سان نئين سر تعلقات بحال ڪيائين. خاص طرح ايران جي بادشاهه فتح علي شاهه قاچار سان سندس لاڳاپا ايترقدر ته محڪم ٿيا جو مير صاحب کي پنهنجي نياڻيءَ جو سڱ ڏيڻ جي آڇ ڪيائين، پر مير صاحب عمر رسيده هئڻ سبب انڪار ڪري ڇڏيو. هن جا مڪه معظم جي امام سان پڻ ناتا هئا ۽ هڪ قرآن مجيد روضه رسول ﷺ لاءِ تحفي طور موڪلي ڏنو هئائين.

شاهه شجاع الملڪ مير صاحب جي دور ۾ ٻيو ڀيرو لڏياڻي مان لڏي اچي سنڌ ۾ پهتو. حيدرآباد جي مير صاحبن سيد ڪاظم شاهه کي، جيڪو ان وقت شڪارپور جو ناظم هو ۽ خيرپور جي ميرن فتح محمد غوريءَ کي شاهه شجاع جي استقبال لاءِ سبزل ڪوٽ ڏياري موڪليو ۽ ڪيس عزت ۽ احترام سان شڪارپور ۾ آندو ويو. شاهه شجاع الملڪ ۽ ٽالپرن جي وچ ۾ معاهدو ٿيو ته ٽالپرن کان چاليهه هزار خرچ جا وٺي چاليهه ڏينهن رهڻ بعد خراسان هليو ويندو. ٽالپرن چاليهه هزار خرچ جا ڏنا ۽ چاليهه ڏينهن به گذري ويا، پر شاهه شجاع وڃڻ جي ٿي نه ڪري، رهندو جنگ جو سامان، پيادي ۽ سوار فوج جمع ڪرڻ ۾ لڳو. سيد ڪاظم شاهه، شاهه شجاع الملڪ جي خدمت گذاريءَ لاءِ موجود هو ۽ سمورن انتظامن کي احسن نموني سان انجام ڏئي رهيو هو ۽ ڪوشش ڪري رهيو هو ته ڪهڙي به طرح شجاع الملڪ خراسان هليو وڃي، پر هن وڌيڪ خرچ ۽ سامان لاءِ اٽ ڪهريا. جڏهن اها خبر مير مراد علي کي پهتي ته مير صاحب جواب ڏياري موڪليو ته اهڙا اٺ سنڌ ۾ نه آهن، جيڪي خراسان تائين سامان کڻي هلن جيڪڏهن اوهان کي سامان کڻي وڃڻو آهي

ته اوهان کي گاڏيون مهيا ڪري ڏجن. اهو جواب ٻڌي شجاع الملڪ حيران ٿيو ڏيڍ مهينو ڳالهيون هليون پر ڪجهه به حاصل نه ٿيو انهيءَ دوران مير مراد علي خان جو اوچتو انتقال ٿيو مير صاحب جي وفات جي خبر شاهه شجاع کي ملي ته هو نهايت غمگين ٿيو ۽ پنهنجي ڏک جو اظهار ڪندي چيائين ”مرحوم مير صاحب نهايت هوش مند، تجربي ڪار ۽ زماني جي لاهه، چاڙهه، کان واقف ۽ وقت شناس هو سندس پٽ نوجوان ۽ زماني جي سردي گرمي کان ناواقف آهن. ڏسڻو آهي ته هاڻي سرڪار اسان سان ڪهڙا ٿي تعلقات رکي.“

مير ڪرم علي خان وانگر مير مراد علي خان به شاعر هو. مير مراد علي خان جهڙو بهادر ۽ عقلمند هو تهڙو سخن فهم، عالم ۽ شاعر هو ”علي“ تخلص اختيار ڪيو هئائين. مير ڪرم علي خان ۽ مير مراد علي خان جي دربار ۾ عالم ۽ شاعر موجود رهندا هئا. پاڻ به بلند پائي جو شاعر هو.

مير مراد علي خان پاءِ جي وفات کان پوءِ سنڌ جو حاڪم ٿيو. هن ڀيرين پيرو پنهنجي نالي جو سڪو رائج ڪيو حيدرآبادي فتح خان لوهار هٿان ضرب خانو کولايائين. چاليهن کان پنجاهه اشرفيون (سونا سڪا) رائج ڪيائين. مير صاحب خزاني ۾ موجود سمورو سون ضرب خاني جي حوالي ڪرايو پر ڪم پوري ٿيڻ کان اڳ وفات ڪري ويو ۽ ضرب خاني جو ڪم اڌورو رهجي ويو.

مير صاحب جي تصنيفن ۾ ”ديوان علي“ ۽ ”طبِ مراد“ ملن ٿا. هن 1248هه (1832ع) ۾ وفات ڪئي.

**ٽالپر، مير مير محمد خان**: مير مير محمد خان ٽالپر، مير غلام علي خان ٽالپر جو فرزند هو. ولادت تي عظيم ٺٽويءَ هڪ قطع تاريخ چئي پنهنجي محبت جو اظهار ڪيو. والد جي وفات کان پوءِ چاچن جو مددگار رهيو ۽ 1843ع ۾ انگريزن جي سنڌ تي قبضي بعد پنهنجي عزيزن سان قيد ٿي ڪلڪتي ويو.



1854ع ۾ جڏهن لارڊ ڊلهائوسيءَ جي سفارش تي ٽالپرن کي سنڌ ۾ اچڻ جي اجازت ملي، تڏهن مير صاحب دهليءَ ۽ پنجاب کان ٿيندو حيدرآباد پهتو سنڌ ۾ واپس اچڻ کان پوءِ حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي مقبري لاءِ چانديءَ جو دروازو ٺهرائي روضي تي لڳرايائين ۽ ان کان پوءِ جلد مير صاحب جو حيدرآباد ۾ انتقال ٿيو مير صاحب کي سندس آبائي قبرستان، ميرن جي قبن وٽ هڪ الڳ مقبري ۾ دفن ڪيو. جنهن مقبري ۾ سندس فرزند مير شاهنواز به دفن ٿيل آهي.

**ٽالپر، مير نور محمد خان (اول)**: 1834ع ۾ مير مراد علي خان ٽالپر جي وفات کان پوءِ سندس وڏو فرزند مير نور محمد خان عرف ”سرڪار عالي مدار“ سنڌ جو حڪمران ٿيو. مير صاحب پنهنجي ننڍي ڀاءُ مير محمد نصير خان ۽ سئوٽن مير محمد خان ٽالپر ۽ مير صوبدار خان کي حڪومت

۾ شامل ڪيو. سنڌ ۾ پهرين چوياري ختم ٿيڻ بعد مير نور محمد خان جي سربراهيءَ ۾ ٻي چوياري وجود ۾ آئي، جنهن جو پهريون حاڪم مير صاحب مقرر ٿيو.

مير صوبدار خان جو پٽ محمد علي خان پنهنجي نظر بنديءَ واري دور ۾ ”شهنشاهه نامه“ (منظوم) فارسيءَ ۾ تصنيف ڪيو هو. جنهن ۾ هڪ هنڌ مير صاحب لکيو آهي ته جيڪڏهن مير نور محمد خان اڃا زنده هجي ها ته اسان جي حڪومت هرگز ختم نه ٿئي ها. جيئن ته الله تعاليٰ کيس سياسي شعور ۽ عقل عطا ڪيو هو. ان جي بنياد تي انگريز ڪانئس ڊڄندا هئا. مير مراد علي خان جي وفات کان پوءِ شاهه شجاع، رنجيت سنگهه ۽ انگريزن پنهنجي سياسي چالن سبب حڪومت کي ڏاڍو پريشان ڪيو. پر مير صاحب کين پنهنجي سياسي بصيرت سان منهن ڏنو.

شاهه شجاع الملڪ جي اميرن، شاهه جي اجازت سان پهرين مير مراد علي خان جي وفات تي هڪ تعزيت نامو موڪليو ۽ قاضي محمد حسن جي معرفت سفر جي خرچ پکي ۽ اڻ ڏيڻ واري وعدي جي يادگيريءَ ڏياري، پر ٽالپرن کيس صفا جواب ڏياري موڪليو.

جيئن ته مير مراد علي خان، شڪارپور جلاوطن شاهه شجاع کي صرف مهمانداريءَ لاءِ ڏنو هو پر هاڻي هو شڪارپور کي هضم ڪرڻ لاءِ سوچي رهيو هو. مير صاحب آغا ڪاظم شاهه کي، جيڪو ان وقت شڪارپور جو حاڪم هو، هڪ لشڪر موڪليو. خيرپور جي ٽالپرن به گولي شاهه جي سربراهيءَ ۾ هڪ لشڪر ڪاظم شاهه جي مدد لاءِ روانو ڪيو. مقابلو سخت ٿيو، جنهن ۾ گولو شاهه مارجي ويو. ٽالپري لشڪر غيظ ۽ غضب ۾ اچي ويو. شاهه شجاع الملڪ وڌيڪ جنگ لاءِ تيار نه هو. سندس لشڪر تي ٽالپرن جو رعب ويهي ويو. ان ڪري شجاع الملڪ صلح جو پيغام موڪليو ۽ سفر جي خرچ پکي لاءِ 12 لک رپين جي طلب ڪئي. ٽالپرن نيڪ طبعيءَ جو مظاهرو ڪندي شاهه شجاع جي گهرج پوري ڪري کيس هڪ پيرو وري لڏياڻي ڏانهن روانو ڪري ڇڏيو ۽ شڪارپور جي نظامت آغا ڪاظم جي پاءِ آغا زين العابدين جي حوالي ڪئي وئي.

سن 1252 هه/ 1836ع ۾ شاهه شجاع الملڪ انگريزن کي درخواست ڪئي ته کيس امدادي لشڪر ڏئي ڪابل جو تخت ۽ تاج ٻيهر ورتائي ڏنو وڃي. هندستان جي گورنر جنرل لارڊ آڪلنڊ، وليم ميڪناٽن کي ان ڪم تي مقرر ڪري بمبئيءَ جي فوج کي سرجان ڪين جي سربراهيءَ ۾ ڪابل رواني ڪئي ۽ ڪرنل هينري پاٽنجر کي ڪڇ مان سنڌ ۾ موڪليو ويو ته جيئن اُهو ٽالپرن کان لشڪر گذرڻ لاءِ اجازت نامو حاصل ڪري. سنڌ جي بد بختي انهي ڏينهن شروع ٿي، جنهن ڏينهن ڪابل جي تخت حاصل ڪرڻ جو منصوبو شجاع الملڪ ۽ انگريزن گڏجي ٺاهيو.

فوجن جي پهچڻ کان اڳ، ڪرنل پاٽنجر حيدرآباد جي قلعي ۾ ٽالپرن سان ملاقات ڪئي، مير نور محمد خان مخالفت ڪندي به عهدنامي تي عمل ڪرڻ جو يقين ڏياريو. ڪرنل پاٽنجر قلعي کان ٻاهر نڪري مٽس حملو ڪيو. مير نور محمد خان پنهنجي پائرن ۽ مصاحبن سان گڏ قلعي کان ٻاهر آيو ۽ معاملي کي احسن طريقي سان رفع دفع ڪيائين. اڃا عهد نامي تي ڳالهه ٻولهه جاري هئي ته انگريز فوج ڪراچيءَ بندر تي پهچي، اُن تي زوريءَ قبضو ڪيو. مير صاحب، آغا اسماعيل شاهه کي سرجان ڪين سان ملاقات ڪرڻ لاءِ ڪراچيءَ موڪليو ڪرنل پاٽنجر، آغا صاحب کان اڳي ڪراچي پهچي چڪو هو. حالتن جي اوچتي تبديلي ۽ فرنگين جي اچانڪ پهچڻ تي حيدرآباد جي اميرن مجبور ٿي انگريزن سان هڪ نئون عهد نامو ڪيو.

سنڌ جي تباهي انهيءَ عهد نامي سان شروع ٿي. انگريزن جو پهريون نمائندو ڪرنل پاٽنجر حيدرآباد ۾ ۽ خيرپور ۾ راس بيل مقرر ٿيو. تقريباً ڏيڍ سال بعد راس بيل مري ويو ۽ خيرپور جي چارج به پاٽنجر کي ملي. ٿوري عرصي بعد پاٽنجر بيمار ٿي پيو ۽ واپس لنڊن هليو ويو. ان بعد ڪيپٽن ليکي جي مقرري ٿي، پر اهو به جلد بمبئي هليو ويو ۽ ڪيپٽن ايسٽوِڪ نمائندو ٿي آيو. هو هڪ سنڌ دوست انگريز عملدار هو. جنهن پنهنجو جڳ مشهور ڪتاب DRY LEAVES FROM YOUNG EGYPT لکيو آهي، جنهن ۾ هن انگريزن جي فريب ڪارين ۽ ظلمن جو پردو چاڪ ڪيو آهي. انگريزن جو آخري نمائندو ڪرنل آئوٽرام هو. جنهن جي دور ۾ جرنل نيپئر سنڌ آيو ۽ مياڻيءَ جي جنگ کان پوءِ هن پر فريب ڊرامي جو خاتمو ٿيو.

سرجان ڪين جو لشڪر درياهه جي رستي کان حيدرآباد پهتو. لشڪر جي فرنگي عملدارن حيدرآباد جو شهر ڏسڻ گهريو. شهر جي ڪوتوال (هن وقت جو ڪمشنر جو عهدو) سيد جٿندل شاهه سخت خطرو محسوس ڪندي به اهڙو بهترين انتظام ڪيو. جو انگريزن صبح کان شام تائين حيدرآباد جو شهر سڪون ۽ اطمينان سان گهمي ڏٺو.

سرجان ڪين 1254 هه/ 1838ع ۾ شاهه شجاع کي تخت تي ويهاري واپس هندوستان وڃڻ لاءِ سنڌ پهتو. سنڌ پهچڻ تي مير نور محمد خان طرفان کيس 16 توبن جي سلامي ڏني وئي مير صاحب پنهنجي پائرن ۽ سلطنت جي نامور اهلڪارن سان گڏجي پاڻ سندس استقبال ڪيو. بعد ۾ جان ڪين حيدرآباد جي قلعي ۾ مير صاحب جي سلاميءَ لاءِ حاضر ٿيو ۽ مير صوبدار خان سان الڳ سندس جاءِ تي ملاقات ڪيائين. انهي واقعي کانپوءِ مير صاحب جلد بيمار ٿي پيو. هندستان مان هڪ انگريز ڊاڪٽر کي به گهرايو ويو پر سڀ علاج رائيگان ثابت ٿيا. مير صاحب سن 1256 هه/ 1840ع ۾ وفات ڪئي. سندس مزار مير ڪرم علي خان جي مقبري جي پرواريءَ تجر ۾ مير نصير خان ۽ مير شهداد خان جي وچ ۾ آهي.

ٽالپر خاندان ۾ هي پهريون حاڪم پڻ هو، جيڪو بهترين خطاط ۽ شاعر هو. سندس دربار ۾ عالم، شاعر، دانشور ۽ اديب موجود رهندا هئا. مير صاحب هڪ قرآن مجيد حضرت امام علي رضا عليه السلام جي روضي تي موڪليو هو، جيڪو هن وقت مشهد جي ميوزم ۾ موجود آهي.

**ٽالپر، مير نور محمد، ڊاڪٽر:** ڊاڪٽر مير نور محمد 15 فيبروري 1935ع تي حيدرآباد ۾ ڄائو. سنڌ يونيورسٽيءَ طرفان 1950ع ۽ 1952ع ۾ ورنل مئٽرڪ ۽ انٽر سائنس جي امتحانن ۾ ترتيبوار فرسٽ ڪلاس ٿيون نمبر ۽ فرسٽ ڪلاس فرسٽ آيو. رياضيءَ سان دلچسپي هئڻ ڪري، رياضيءَ کي خاص مضمون طور اختيار ڪيائين. اڳتي هلي سنڌ يونيورسٽيءَ مان بي.ايس. سي (آنرز) ۽ 1956ع ۾ ايم. اي (رياضيءَ) جون سندون حاصل ڪيائين. ٻنهي امتحانن ۾ ٻئي دفعا فرسٽ ڪلاس، فرسٽ آيو ۽ سونو ٻلو حاصل ڪيائين. جلدي کيس ميرٽ اسڪالر شپ



ملي ۽ اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ لنڊن روانو ٿيو، جتي کيس امپيريل ڪاليج لنڊن مان ايم. ايس. سي جي ڊگري ملي. ساڳئي سال ساڳئي ڪاليج مان ڊي. آءِ. سي (ڊپلوما آف امپريل ڪاليج) جي ڊگري بہ حاصل ڪري ورتائين. ان ڪان پوءِ موٽي اچي سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ نوڪري ڪيائين ۽ سينيئر ليڪچرار طور رياضيءَ جي شعبي سان وابستہ ٿيو. مگر رياضيءَ جي وڌيڪ حاصلات واري خيال کيس آرام سان ويهڻ نہ ڏنو ۽ 1964ع ۾ ڪولمبو پلان فيلوشپ تحت رياضيءَ جي اعليٰ تعليم لاءِ ٻيهر لنڊن روانو ٿيو. آخرڪار ڊسمبر 1967ع ۾ لنڊن يونيورسٽيءَ مان "پروفيسر ڊبليو ڪي. جي مان" جي نگرانيءَ هيٺ رياضيءَ ۾ "پي. ايڇ. ڊي" جي ڊگري وٺي وطن واپس وريو. 1968ع ۾ شعبي جو ريڊر ۽ 1970ع ۾ پروفيسر ٿيو. سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ رياضيءَ جو موجوده شعبو سندس ڪوشش جو ثمر آهي. شعبي جي ترقيءَ لاءِ جفاڪشيءَ سان ڪم ڪيائين. سندس قابليت جو اعتراف ڪندي پوري پاڪستان ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي رياضيءَ جي شعبي کي "خالص رياضيءَ جو اعليٰ مرڪز" (Center of Excellence in Pure Maths) قرار ڏنو ويو. انهيءَ ڳالهہ جو کيس هميشہ اونو رهندو هو تہ ڪيئن پنهنجي زندگيءَ ۾ ان ڳالهہ جو عملي ثبوت ڏئي، پر اهو خواب سندس حياتيءَ ۾ پورو ٿي نہ سگهيو. بهرحال اهو سيڪجهہ سندس ڪوشش جو ئي نتيجو هو، جو سنڌ يونيورسٽيءَ جي اختياريءَ وارن 75-1974ع جي بجيٽ ۾، رياضيءَ جي شعبي کي انسٽيٽيوٽ جي حيثيت ڏني.

ڊاڪٽر مير نور محمد رياضيءَ جي ميدان ۾ بين الاقوامي شهرت ۽ سڃاڻپ جو مالڪ هو. هو هڪ ئي وقت رياضيءَ جي ڪيترين ئي بين الاقوامي تنظيمن ۽ سوسائٽين جو ميمبر هو. جهڙوڪ: جنوري 1970ع کان "لنڊن مئٿميٽڪل سوسائٽي" جو باقاعدي ميمبر رهيو. ان ڪانسواءِ جنوري 1971ع کان "آمريڪن مئٿميٽڪل ايسوسيئيشن" جو ميمبر رهيو. دنيا جي مختلف ملڪن ۾ رياضيءَ جي بين الاقوامي سيمينارن ۾ شرڪت ڪيائين. 1962ع ۾ نيشنل سائنس فائونڊيشن طرفان رٽگرس يونيورسٽي، نيو برنس وڪ، نيو جرسي (آمريڪا) ۾ رياضيءَ جي استادن لاءِ ٿيل ڪورس ۾ شامل ٿيو. رياضيءَ جي وڌيڪ اڀياس جي سلسلي ۾ فيڊرل ريپبلڪ آف جرمنيءَ طرفان دعوت ملڻ تي پهرين آڪٽوبر 1971ع کان 15 ڊسمبر 1971ع تائين جرمنيءَ ۾ رهيو. وري آڪٽوبر 1973ع کان آگسٽ 1974ع تائين سينئر فل برائٽ اسڪالرشپ تي "الينوائس يونيورسٽي" آمريڪا ۾ وزيٽنگ اسڪالر جي حيثيت سان تحقيق ڪيائين. 1975ع ۾ "Complex Analysis" جي سلسلي ۾ اٽليءَ ۾ ٿيندڙ بين الاقوامي سيمينار ۾ شرڪت لاءِ 17 مئي تي روانو ٿيو، پر 21 مئي تي سيمينار شروع ٿيڻ کان اڳ سندس موت واقع ٿيو. اهو شڪ پيدا ٿيو تہ کيس زهر ڏئي قتل ڪيو ويو.

ڊاڪٽر مير نور محمد جا ڪيترائي ڪتاب موجود آهن. خاص طور گذريل ڏهن سالن ۾ نصاب جي تجديد (Modernization) جون جيڪي بہ تبديليون آيون، انهن ۾ سندس وڏو هٿ هو. ان ڏس ۾ سينٽرل بيورو آف ڪريڪيولم رياضيءَ جي قومي ڪاميٽيءَ جو هو چيئرمن بہ رهي چڪو هو. ان ڪانسواءِ 7 مئي 1967ع تي لاهور ۾ تعليمي ماهرن جي هڪ گڏجاڻيءَ ۾ "رياضيءَ ۾ ڪوجنائون ۽ نصاب ۾ بين الاقوامي سڌارا" موضوع تي هڪ عالمانہ تقرير ڪئي هئائين. سنڌ يونيورسٽيءَ جي ڏهہ سالہ رپورٽ (1958-1968ع) "پاڪستان ۾ رياضيءَ جي تعليم جي تجديد" سندس هڪ فاضلانہ تحرير آهي. مطلب تہ مڊل اسٽينڊرڊ کان وٺي يونيورسٽي سطح تائين نصاب جي نواڻ ۾ سندس خدمتون قابل قدر آهن. 1970، 1971 ۽ 1972ع ۾ ڇهين، ستين ۽ اٺين "نئين ابتدائي رياضي" جي ڪتابن لکڻ ۽ ايڊٽ ڪرڻ جو سهرو سندس سر تي آهي. ان ڪان سواءِ 1971ع ۾ پوري پاڪستان سطح تي يونورسٽي گريجوئيٽ ڪورسن لاءِ رياضيءَ جي ڪتاب "Calculus and Analytic Geometry" جو ايڊيٽر ۽ هڪ ليکڪ ٿي رهيو. اسلام آباد ۾ يونيسڪو طرفان ٿيل ڏکڻ ايشيا جي ملڪن تي هسٽري آف سائنس جي انتظام تحت "الخوارزميءَ جو رياضياتي ذهن" (Mathematical genius of Al-khwarzami) تي هڪ تفصيلي مقالو پڙهيو هئائين. "سنڌ صدين کان" بين الاقوامي سيمينار ۾ "ميرن جا ڪتبخانا" عنوان تي بہ هڪ مقالو پڙهيو هئائين. انهن مضمونن ۽ مقالن کا سواءِ بيا بہ ڪيترائي مضمون لکيائين. جيڪي آل پاڪستان سائنس ڪانفرنس ۽ سنڌ سائنس سوسائٽيءَ جي ڪانفرنسن ۾ پڙهيا هئائين.

ڊاڪٽر ٽالپر صاحب ايترين مشغولين ۽ سرگرمين ۾ مصروف هئڻ جي باوجود رياضيءَ سان پنهنجو دلي لڳاءُ قائم رکيو ۽ پنهنجي وڌيڪ تحقيق جاري رکندو آيو. ان ڪري چڱي انداز ۾ تحقيقي مضمون (Research Papers) بين الاقوامي شهرت وارن رسالن ۾ ڇپيا هئس ۽ ڪجهہ ڇپجڻ لاءِ منظور ٿيا هئس. مختصر طور سندس خاص مقالن جا موضوع ۽ تفصيل هيٺ ڏجن ٿا:

1. "Subharmonic functions", M. Sc thesis, London University 1960.
2. "On the Sets Where a Subharmonic Function in Large", Ph. D thesis, London University 1967.
3. A subharmonic Analogue of Iversen's Theorem. (to appear) in Proceedings of the London Mathematical Society.
4. On the Growth of Subharmonic Functions on Asymptotic Paths. To appear in Proceedings of the London Mathematical Society.
5. On Existence of Asymptotic Paths for Subharmonic Functions in Rm. To appear in Proceedings of the London Mathematical Society.
6. Generalization of a Theorem of Hayaman. To appear in Sept. 75 in Illionis Journal of Mathematical.
7. On Growth of Certain Classes of Subharmonic Functions in R3. (Submitted for publications).
8. On a lemma of Tsuji. (Submitted for publications)

ڊاڪٽر صاحب انهيءَ ٿوري عرصي دوران قوم ۽ ملڪ جي وڏي خدمت ڪئي. ان جو سبب صاف ظاهر آهي تہ منجهس ڪم ڪرڻ جو عزم ۽ اتساهہ موجود هو. سنڌ يونيورسٽيءَ جي رياضي جي شعبي جو 1967ع کان وٺي 1973ع تائين سربراهہ ٿي رهيو ۽ وقت بوقت شماريات جي شعبي جي پڻ واڳ سنڀاليائين. ان عرصي دوران يعني 1968، 1969 ۽ 1970ع ۾ ڪاليجي استادن لاءِ جيڪي نئين نصاب ۾ مختلف ڪورسز ترتيب ڏنا ويا هئا، تن ۾ ليڊر ٽرينر جي حيثيت سان فرائض سر انجام ڏنائين. ان ڪانسواءِ پاڪستان جي مختلف تعليمي ۽ سائنسي جماعتن جي ميمبر هئڻ جي حيثيت ۾ سندن هٿ ونڊائيندو رهيو. مثال طور هو سنڌ صوبي جي تعليمي ڪائونسل

جو ميمبر، نيشنل سائنس ڪائونسل جو ميمبر، پاڪستان سائنس فائونڊيشن جي ٽرسٽيز جو ميمبر، يونيورسٽي گرانٽس ڪميشن جو نمائندو ۽ ميمبر، لاهور ۾ سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ جي نيشنل ميوزيم جو ميمبر، سنڌ يونيورسٽيءَ جي سينيٽ جو ميمبر هو. ان سان گڏ سنڌ سائنس سوسائٽيءَ جو بنياد رکندڙ ميمبر ۽ آخر وقت تائين سوسائٽيءَ جو خزانچي ٿي رهيو. وفاقي وزارت تعليم وارن کان سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڀال تحت، رياضيءَ تي هڪ سيمينار منعقد ڪرائڻ لاءِ ڪافي پئسا منظور ڪرايا هئائين. پاڻ 17 مئي 1975ع تي اٽليءَ ۾ ٿيندڙ هڪ سيمينار ۾ شريڪ ٿيو تہ هڪ سازش تحت ڪيس زهر ڏياري 21 مئي 1975ع تي شهيد ڪيو ويو.

**ٽالپر، مير يار محمد:** مير يار محمد خان ٽالپر مير مراد علي خان ٽالپر جو پٽ هو. هي شهزادو نثر نويس هو. هن سنڌ جي ڪمشنر سر بارٽل فريئر جي اسرار تي سنڌ جي تاريخ لکي، جنهن کي فريئر سان منسوب ڪري ان جو نالو "فريئر نامہ" رکيائين. مير يار محمد 1862ع ۾ وفات ڪئي.

**ٽالپرن جو ڪتبخانو:** حيدرآباد جي ٽالپر حڪمرانن جو ڪتب خانو ٽنڊي مير نور محمد خان (لطيف آباد نمبر-4) ۾ آهي. ٽالپر اميرن کي ڪتابن گڏ ڪرڻ جو تمام گهڻو شوق هوندو هو. هنن لاءِ هي ڳالهہ مشهور آهي تہ جيڪڏهن ڪنهن مير صاحب وٽ ڪو نئون قلمي ڪتاب ايران، عرب، مصر يا ٻئي ڪنهن هنڌان ڪير کڻي ايندو هو تہ مير صاحب اهو خريد ڪري پنهنجي ڪتبخاني ۾ رکندا هئا ۽ ٻيا مير صاحب انهيءَ ڪتاب جو نقل ڪرائي پنهنجي پنهنجي ڪتبخاني ۾ رکندا هئا. انگريزن جتي فريب سان کانئن حڪومت کسي اتي سندن ناياب قلمي ذخيرو بہ لٽي کڻي ويا. ان حد تائين جو جيڪي ڪتاب ميرن قيد ۾ پڙهڻ لاءِ پاڻ سان گڏ کنيا هئا، سي بہ کانئن زوريءَ ڦري ويا. انهن ڪتابن مان ڪي خاص نسخا ۽ ڪجهہ مصوريءَ جا ڪتاب پڻ هئا، سي انگريز ولايت کڻائي ويا. نيلام ڪيائون ۽ وڏين ڪوششن کان پوءِ ڪين مليا.

مير صاحب مختلف ڪتابن جا نقل ڪرائي پنهنجي ڪتبخاني ۾ اضافو ڪندا هئا. انهن ۾ هڪ تہ ڪتاب "رياض الشعرا" مصنف علي والہ داغستانيءَ بہ هو. جيڪو مير فتح علي خان لکارايو هو. جنهن جو نقل مير غلام علي خان، مير ڪرم علي خان ۽ مير نور محمد خان ڌار ڌار ڪرايو هو. اهڙي طرح ڪيترن ڪتابن جا ٽي ٽي يا چار چار نسخا ڪرايا ويا ٿي.

مير صوبدار خان پنهنجي قلمي ديوان جي ديباچي ۾ لکي ٿو تہ منهنجا ٽي ديوان گم ٿي ويا، هي چوٿون ديوان آهي.

مير صاحبن ڪتابن رکڻ لاءِ خاص ڪافور جي ڪاٺ جون پيٽيون ٺهرايون هيون، جن ۾ ڪافور جون گوريون وجهي رکندا هئا. مير صاحبن جي تصنيفن کان سواءِ هينيان ناياب قلمي ڪتاب سندن ڪتب خاني ۾ اڄ بہ موجود آهن. جن جي سار سنڀال مير حيدر علي خان ٽالپر ڪندو پيو اچي.

ميرن جي ڪتبخاني ۾ ڪيترا ڪلام مجيد جا نسخا جدا جدا سائيز جا، مختلف قسم جي ڪاغذن تي لکيل موجود آهن. جن جي تحرير جي خوبصورتي ۽ نقش نگاري ڪمال جي آهي. انهن جي جلدن تي ايراني گلڪاري بہ ڏاڍي دلڪش آهي. هڪ قرآن پاڪ جو جلد چندن جي ڪاٺ جو ٺهيل هو. جنهنڪري قرآن کلڻ سان ان جي خوشبوءِ دماغ معطر ڪري ڇڏيندي آهي.

**قرآن پاڪ:** ميرن جي ڪتبخاني ۾ هينيان قرآن پاڪ، حديثن، تفيسرن تي مواد موجود آهن.

(1) ڪوفي خط ۾ لکيل قرآن پاڪ، جنهن تي مير صاحبن ۽ ڪلهوڙن جو عهدنامون لکيل هو. هي قرآن پاڪ حضرت علي عليہ السلام جو لکيل چيو وڃي ٿو. پر اُن تي سن لکيل ڪو نہ آهي، جڏهن تہ اُن تي ڪيترن عالمن جون تصديقون موجود آهن.

(2) قرآن ڪريم ڪلان: هي ميان نور محمد ولد ميان يار محمد عباسي (ڪلهوڙي) جي دور جو آهي. جنهن جو ڪاتب سيد محمد جعفر ولد سيد محمد باقر الحسني هو. جنهن ماہ شعبان 1164 هجري/ 1750 عيسويءَ ۾ لکيو.

(3) قرآن ڪريم بامعنيٰ: هي قرآن شاهہ ايران، مير ڪرم علي خان کي تحفي طور موڪليو هو. جنهن جو ڪاتب ميرزا ڪوچڪ "وصال" شيرازي، 1240 ھ/ 1824عيسوي هو.

(4) ڪلام پاڪ معنيٰ سان: ڪاتب خواجہ مرتضيٰ علوي الهروي، 1182ھ/ 1768عيسوي.

(5) قرآن مجيد ڪلان: هي قرآن سڄو ڳاڙهي مس سان لکيل هو. جنهن جو ڪاتب سيد علي سيد حسن شيرازي، 1252ھ/ 1836عيسوي هو.

(6) قرآن پاڪ: ڪاتب حافظ محمد جيئند هالائي، 1250ھ/ 1834عيسوي هو.

(7) قرآن مع تفسير: حافظ محمد وارو.

(8) قرآن پنج هزاري مع تفسير.

**تفسير-حديث ۽ تاريخن جا ڪتاب:** "تفسير جواهر البصير" 1044ھ (1634ع)، "تفسير خلاصة النهج" هن تي اورنگ زيب بادشاهہ جي صحي ٿيل آهي 1088ھ (1677ع)، تفسير حسيني 1100ھ (1688ع)، تفسير ملا فتح الله الڪاشي 1112ھ (1700ع)، تفسير ڪبير وغيره.



قلمي قرآن مجيد

ديوان حضرت علي عليہ السلام 909 ھ (1503ع)، نهج البلاغتہ 1000ھ (1591ع)، صحيفہ سجاديہ 1010 ھ (1601ع)، غنية الطالبين 1189 ھ (1775ع)، صحيح مسلم عربي، صحيح بخاري عربي، صواعق، محرق ، بهار الانوار، معارج النبي، تاريخ فرشتہ، طبري، توزڪ تيموري، ظفر نامہ، تيمور گورگان، اڪبر نامہ، آئين اڪبري، اقبال نامہ، جهانگير، فتوحات صاحب قرآن مصور، دهہ سالہ عالمگير، وقايع بادشاهان، گلبرگ، مرات سڪندري، بادشاهہ نامہ وغيره.

مصوري ۽ منقش ٿيل خوشخطيءَ جا بهترين ڪتاب:

ڪليات جامي ٻن جلدن ۾ 882 ھ (1477ع)، جنهن تي شاهہ جهان ۽ اورنگزيب جون صحيون ۽ مهرون لڳل آهن. گلستان سعدي باتصوير 969ھ (1561ع)، ديوان حافظ باتصوير 980 ھ (1572ع)، رامائڻ (مصوريءَ جو

شاهڪار هن ۾ پهرين جهانگير جي رنگين تصوير ڏنل آهي.)؛ سلسلة الذهب جامي 942 هه (1535ع)، حديقتہ الحقايق مصور 1012 هه (1603ع)، مثنوي مولانا روم 1098هه (1686ع)، ليليٰ مجنون، خسرو سيرين، هفت پيڪر، سڪندر نامو وغيره.

**تذڪرا:** تذڪره شعراءِ فارس، آتش ڪده لطف علي آذر؛ تذڪره حسيني؛ رياض الشعرا؛ تذڪره غلام علي بلگرامي؛ محڪ خسروي؛ محڪ محسن؛ محڪ فخري؛ مقالات شعرا؛ تڪملہ مقالات شعرا وغيره موجود آهن.



ٽالپر دؤر جي لکيل قلمي مثنوي

**ديوان فارسي ۽ اردو:** ديوان خاقان؛ ديوان صبا؛ ديوان قاسمي؛ ديوان ظهوري؛ ديوان نظيري؛ ديوان وصال؛ ديوان فرخي؛ ديوان آذر؛ ديوان جامي؛ ديوان صائب؛ ديوان امير خسرو؛ ديوان بيدل؛ ديوان غالب؛ ديوان حسن دهلوي؛ ديوان جرات؛ ديوان انوري؛ ديوان پيام؛ ديوان مير؛ ديوان سودا؛ ديوان انشا؛ ديوان عطار؛ ديوان نيازي؛ ديوان جعفر زٽلي؛ ديوان طالب؛ ديوان ڪليم؛ ديوان نعمت خان عالي؛ ديوان فيضي؛ ديوان جويا؛ ديوان ناظم وغيره هن ڪتبخاني ۾ موجود آهن.

**سنڌ جي شاعرن ۽ نثر نويسن جا ڪتاب:** چچ نامو، تاريخ طاهري، تاريخ معصومي، بيگلارنامہ، تحفتہ الڪرام، تاريخ بلوچي مصنف عبدالمجيد مجيدي جوکيو، ڪلهوڙهءِ نامہ (ظفرنامہ) سيد ثابت علي شاهہ فارسي نظم ۾، ”تذڪره نغز (نامہ نغز)“ مصنف باغ علي، حملہ حسيني از محمد محسن ٺٽوي، ديوان محسن ٺٽوي، مختار نامہ، علي شير قانع ٺٽوي، ديوان قانع، ديوان عظيم، فتح نامہ سنڌ عظيم ٺٽوي، ۽ ٻيا ڪتاب ۽ ديوان، جهڙوڪ: (1) ديوان سرفراز عباسي فارسي؛ ڪاتب ميان محمد عالم بن محمد پناهہ (1187هه/ 1773ع). هن ديوان جي پهرئين پني تي ميان غلام شاهہ جي شادي، جيڪا ڪڇ جي راجا جي نياڻيءَ سان ڪئي هئائين. ان جو ذڪر آهي ۽ ان ڪان پوءِ ميان غلام شاهہ جي وفات جي تاريخ لکيل آهي. مٿين ڪتابن ڪان سواءِ ٽالپرن جي ڪتب خاني ۾ ڪيئي ايراني ۽ هندوستاني تاريخي ڪتاب موجود آهن. سندن ڪتب خاني ۾ هٿيار، قيمتي جواهرن مان ٺهيل



پيٽيون ۽ رحل بہ موجود آهن. ايران جي عالم ڊاڪٽر قاسم صافي، ٽالپرن جي ڪتبخاني جي فهرست تيار ڪئي آهي. هي فهرست اسلام آباد مان 2005ع ۾ ڇپي آهي. ان موجب ٽالپرن جي ذخيري ۾ اڄ بہ 167 قلمي ڪتاب موجود آهن.

**ٽالپرن جون مهرون:** سنڌ ۾ ڪلهوڙن کان پوءِ ٽالپرن جو دور شروع ٿئي ٿو. ڪلهوڙن کان حڪومت وٺندڙ فاتح سنڌ مير فتح علي خان ٽالپر هو. مير فتح عليَ سنڌ کي ستن حصن ۾ تقسيم ڪيو. چار حصا پنهنجي ۽ پنهنجن ٽن ڀائرن لاءِ رکيائين. باقي ٽن حصن مان ٻہ حصا مير سهراب خان کي ۽ هڪ حصو مير ٺاري خان کي ڏنائين. ٽالپرن جي دور حڪومت ۾ سنڌ تمام خوشحال هئي. حيدرآباد جي ٽالپر اميرن جي مهرن تي تحقيق ڪرڻ بعد اسان کي پهرين چوياري جي صرف ٻن حاڪمن جون مهرون ملن ٿيون. فاتح سنڌ مير فتح علي خان ۽ مير غلام علي خان جون سجعون تہ ملن ٿيون پر مهرن جي باري ۾ ڪجهہ بہ نہ ٿو ملي.



1. پهرئين چوياري جي ٽئين نمبر حاڪم مير ڪرم علي خان جي مهر هي آهي:

”بنده آل علي ڪرم علي – 1231هه“ (1815ع)

2. مير مراد علي خان ٽالپر جي مهرَ هن ريت آهي:



”از تقاضاي حڪمت ازلي
گشت مير جهان مراد علي-
1235هه“ (1819ع)

3. مير نور محمد خان ٽالپر جي مهر:



”گرفت نور محمد ز لطف يزداني
نگينِ خاتم جمشيدي و سليماني-
1247هه“ (1831ع)

4. مير محمد نصير خان ٽالپر جون مهرون:



I. ”بنده آل علي مير محمد نصير-
1235هه“



"امام علي و محمد نصير-
1257ھ" (1841ع)

5. مير مير محمد خان ٽالپرجون مهرون:



"مير محمد خان ٽالپر
1249ھ" (1833ع)



"مير محمد خان ٽالپر
1267ھ" (1850ع)

6. مير صوبدار خان ٽالپرجي مهر:



"صوبدارم من از نبي و ولي
1258ھ" (1842ع)

7. مير شهداد خان ٽالپرجون مهرون:



"خاڪپاي مرتضيٰ شهداد خان-
1249ھ" (1833ع)



"خاڪپاي مصطفيٰ و مرتضيٰ شهداد خان،
سر بلند از فضل حق پيوسته باشد درجهان
1256ھ" (1840ع)



"خاڪپاي مصطفيٰ و مرتضيٰ شهداد خان،
"سر بلند از فضل حق پيوسته باشد درجهان
1257ھ" (1841ع)

8. مير حسين علي خان ٽالپر جون مهرون:



"هست روشن ز فيض لم يزلي
آفتاب جهان حسين علي-
1271ھ" (1854ع)



"زنور محمد بود منجلي
چراغ مرادِ حسين علي-
1271ھ" (1854ع)



III. "ادرڪني يا حسين- 1277ھ" (1860ع)



IV. "سرڪار دولتمدار عالي تبار امير صاحب
مير ميان محمد حسين علي خان ٽالپر
بلوچ حمزوي العلوي القريشي-
1271ھ" (1854ع)

9. مير محمد حسن علي خان ٽالپرجي مهر:

I. "آسوده برسرير امارت بخوشدلي
فخر الملوڪ ظل الاهي حسن علي
1254ھ" (1838ع)



II. "محمد حسن علي 1273ھ"
(1856ع)

**ٽالپرن جي مختصر تاريخ** (ڪتاب): هي ڪتاب رحميداد خان مولائي شيدائي جو تصنيف ٿيل آهي، جنهن ۾ ٽالپر حڪمرانن جي تاريخ مختصر انداز ۾ بيان ڪيل آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1983ع ۽ ٻيو ڇاپو 2005ع ۾ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ شايع ڪيو آهي. جلد ڪچي ۾، 120 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت =/100 روپيہ آهي.




**ٽالپر وڏا**: تعلقي ڪونڌجيءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو، اتي انهيءَ نالي سان هڪ ڳوٺ پڻ آباد آهي، جنهن ۾ 1000 کن ماڻهو آباد آهن. هتي ڇوڪرن لاءِ پرائمري ۽ هاءِ اسڪول ۽ ڇوڪرين لاءِ پرائمري اسڪول موجود آهن.

**ٽالپر، هز هائينس مير نور محمد خان "حمزوي" ثاني**: هز هائينس مير حاجي نور محمد خان "حمزوي" ابن هز هائينس مير حسين علي خان ٽالپر حيدرآباد ۾ 11 شوال 1279هه/ 1863ع ۾ پيدا ٿيو. قرآن مجيد ۽ ديني تعليم مير محمد حسن علي خان کان حاصل ڪيائين. مير صاحب سخن شناس، عبادت گذار ۽ نيڪ انسان ٿي گذريو آهي. سن 1920ع ۾ حضرت امام حسين عليہ السلام جي روضي مبارڪ جو سونو منارو تيار ڪرايائين ۽ ڪيترائي مذهبي ڪتاب، جهڙوڪ: "الوامع التنزيل"، "تفسير قرآن مجيد" ۽ "نهرالبڪا" ڇپرائي مفت ورهايائين. مير محمد بخش خان ٽالپر ۽ مير علي بخش خان ٽالپر، مير صاحب جا فرزند هئا، جن جو اولاد اڄ تائين لطيف آباد نمبر 4 ۾ رهي ٿو.

مير صاحب 28 ذو الحج 1345هه/ 29 جون 1947ع ڪربلا معليٰ ۾ زيارت لاءِ ويو، اتي وفات ڪيائين ۽ اتي ئي دفن ٿيو.

**ٽالسٽاءِ**: عظيم روسي فلاسفر ليو ٽالسٽاءِ 9 سيپٽمبر 1928ع تي، ماسڪو جي ڏکڻ ۾، ياسنايا پوليانا ۾ پيدا ٿيو. سندس گهراڻو، زميندار ۽ عزت وارو هو. 9 سالن جي ڄمار ۾ سندس پيءُ گذاري ويو، تنهن ڪري ڀين مائٽن سندس پرورش ڪئي. سندس تعليم لاءِ فرانس ۽ جرمنيءَ جا استاد مقرر ڪرايا ويا. 16 سالن جي عُمر ۾ کيس ڪازان يونيورسٽيءَ ۾ داخل ڪرايو ويو، جتي هن پهرين لسانيات ۽ پوءِ قانون جي تعليم حاصل ڪئي. 1847ع ۾ ٽالسٽاءِ ڊگري وٺڻ کان سواءِ ئي تعليم اڌ ۾ ڇڏي، فوج ۾ شموليت اختيار ڪئي. 1852ع ۾ جابلو قبيلن سان جنگ هلندي ٽالسٽاءِ پنهنجو ناول (آتم ڪٿا) "ٻاروتڻ" (Childhood)، مڪمل ڪيو. ان کان پوءِ ان ناول جي تسلسل ۾ هن ٻہ ٻيا ناول "بوائي هُڊ" (Boyhood) ۽ "يوٿ" (Youth) لکيا. 1856ع ۾ ٽالسٽاءِ "سينٽ پيٽرڪ برگ" موٽي آيو ۽ اتي اڇي هارين جي تعليم ۾ دلچسپي وٺڻ لڳو. 1862ع هن پاڻ کان 18 سال ننڍي ڇوڪريءَ "سونيا انڊريو نابرس" سان شادي ڪيائين. جنهن سندس زندگي ۾ وڏو انقلاب آڻي ڇڏيو. انهيءَ دور ۾ ٽالسٽاءِ فڪري طور ان اصول جو ٿي چُڪو هو تہ "زندگي کي فطرت جي بخشيل سادگيءَ موجب گذارڻ کپي، اجائي چالاڪيءَ کان پاسو ڪرڻ گهرجي. سندس ناول "جنگ ۽ امن" (War and Peace) ۾ اهوئي مرڪزي خيال ڪارفرما آهي. سندس مشهور ناول "اينا ڪيرينا" 1877ع ڌاري مڪمل ٿيو جنهن ۾ هن پنهنجي مذهبي نظرين جو دفاع ڪيو آهي. 1896ع ۾ هن "فن ڇا آهي؟" (What Is Art?) ۽ "تيئن ڇا ڪجي" (What Then Must We Do) لکيا. سندس آخري تصنيف "قيامت" هئي. جيڪا هن 1900ع ۾ مڪمل ڪئي. روس جي هن عظيم مفڪر، ناول نگار ۽ فرانس جي فلاسفر "روسو" جي معتقد ليو ٽالسٽاءِ 1910ع ۾ ماسڪو ۾ وفات ڪئي.



**ٽالمي** (وفات 283 ق.م): ٽالمي مقدونيہ جي هڪ معزز خاندان جو فرد هو. پنهنجي فوجي پيشي وسيلي بيمثال ڪاميابيون حاصل ڪيون. سڪندراعظم جي جرنيل طور ڪم ڪندي هن هندستان جهڙي ڏورانهين ملڪ تائين سفر ڪيو. هن کي فوجي قابليت ڪري ڪيترن انعامن اڪرامن ۽ ٻلن سان نوازيو ويو هُن ايران مان شادي ڪئي ۽ 323 ق.م ۾ مصر جو بادشاهہ ٿيو. هن پاڻ کي مصر ۾ نہ صرف هڪ قابل سفارتڪار ۽ منتظم طور پر هڪ بهادر سپاهيءَ طور بہ مڃرايو. هڪ عظيم الشان يوناني ثقافتي مرڪز ٺهرايائين. هڪ اهڙي گهراڻي جو بنياد رکيائين، جنهن اٽڪل ٽن سؤ سالن تائين مصر تي حڪومت ڪئي.



سڪندر جي وفات کان پوءِ جڏهن سندس جرنيلن پاڻ ۾ ڳنڍجاڻي ڪري هن جي شهنشاهي پاڻ ۾ ورهائي ڪنئي تڏهن ٽالميءَ کي مصر ۾ اقتدار مليو. نالي ۾ تہ اها سڪندر جي شهنشاهي برقرار رهي ۽ جرنيل هر ٽڪري تي منتظمن طور حڪومت ڪندا رهيا پر حقيقت ۾ ائين نہ هو. انهن مان گهڻن منڊ کان ئي خودمختياري حاصل ڪرڻ جي جدوجهد ڪئي ۽ سڪندراعظم کان پوءِ ڪيترائي خود مختيار حاڪم ٿيڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا.

ٽالمي اقتدار جي اهڙين جنگين دوران، خبرداري سان پنهنجي لاءِ حڪمت عملي جوڙي ۽ پنهنجو سڄو ڌيان مصر تي قبضي ڪرڻ ۽ ان کي محفوظ ۽ مضبوط بڻائڻ تي لڳائي ڇڏيو پر انهيءَ هوندي بہ جڏهن کيس يقين ٿي ويندو هو تہ فلاڻو نئون علائقو حاصل ڪرڻ سان سندس اقتدار کي هٿي ملندي تہ ائين ڪرڻ ۾ دير نہ ڪندو هو. مختلف زمانن ۾ هن صرف مصر پر قبرص، اڄوڪي لبيا ۽ سعودي عرب جي ڪجهہ حصن، شام ۽ فلسطين اولهندي ايشيا مائينر ۽ ڪجهہ يوناني شهرن تي حڪومت ڪئي. رهوڊس جي شهرين کيس ساٽر (بچائيندڙ) جو خطاب ڏنو ڇو تہ هن سڪندر جي جرنيل اينٽي گونس خلاف سندن جدوجهد ۾ انهن جي مدد ڪئي هئي.

ٽالمي مصر تي پنھنجي قبضي کي سياسي معاھدن ۽ شادين وسيلي مضبوط رکيو ھن 321 ق. م ۾ يورپ جي مقدوني حاڪم جي ڌيءُ يوريڊائس سان شادي ڪئي. ھُن ٻي شادي 317 ق. م ۾ بيرينائس سان ڪئي، جيڪا ڪساندر جي پوٽي ھئي. ڪساندر آخرڪار مقدونيہ ۽ مصر جو بادشاھ ٿيو.

ٽالمي پنھنجي سڄي دؤر حڪومت ۾ فوج جو مکيہ دارومدار يوناني سپاھين تي رکيو. ھُن ڪين مصر ۾ زمينون ۽ ٻيون مراعاتون ڏئي پنھنجو وفادار بڻايو. ٻين يونانين کي بہ مصر ۾ آباد ٿيڻ لاءِ ھمٿايائين ۽ انھن مان ڪيترن کي ملڪ جي انتظامي عھدن تي مقرر ڪيائين. ٽالمي سڪندريہ جي شھر کي، نئين گاديءَ جو ھنڌ بنايو. جنھن شھر جو بنياد سڪندر 323 ق.م ۾ وڌو ھو. اُتي ھڪ عجائب گھر ۽ لائبريري ٺھرائي، جنھنڪري ڪيترا مشھور يوناني فيلسوف، دانشور، ليکڪ ۽ فنڪار اُتي آيا ۽ ھي شھر سائنس ۽ واپار جو مرڪز بڻجي پيو. ھن شھر جي لائيٽ ھائوس (روشني گھر) کي قديم دنيا جي عجائبات مان ھڪ ڪري ليکيو ويو. مصرين وٽ اقتدار نہ رھيو ھو ۽ ھنن کي يونانين کي پنھنجي زمينن تي پاڳي پائيوار ڪرڻو پيو. ان ھوندي بہ ھنن پنھنجي زبان، ريتون رسمون ۽ مذھب برقرار رکيا. سندس عبادتگاھن کي بحال ڪيو ويو. جن کي اڳين حملي آورن برباد ڪري ڇڏيو ھو. مصري ديوتائن کي نذرانا ڏئي، سندن قديمي مذھبي مھندارن جي ھمت افزائي ڪري مصرين جو دليون فتح ڪيون ويون. ٽالمي مصر جي اڳوڻي گاديءَ واري ھنڌ ميمفس ۾ ھڪ نئين مذھبي فرقي جو بنياد وڌو، جيڪو گڏيل يوناني ۽ مصري ديوتا سارپس جي عبادت تي ٻڌل ھو. ٽالميءَ جي وفات پڄاڻان مصرين کيس ديوتا جو درجو ڏنو. ٽالميءَ کان پوءِ سندس وارثن جي ھڪ ڊگھي قطار آھي جن مصر تي حڪومت ڪئي، انھن سڀني جو لقب بہ ٽالمي ھو، جن مان آخري حڪمران قلوپطرہ ھئي.

پنھنجي ڊگھي دور حڪومت ۾ ٽالمين يوناني ثقافت کي نہ صرف محفوظ رکيو، پر ان کي سگھارو ڪيو ۽ پکيڙيو. ان ڪان بہ اھم ڳالھہ اھا آھي تہ ھنن سڪندريہ ۾ ھڪ اھڙو علمي مرڪز قائم ڪيو جنھن قديم دنيا تي نہ صرف پنھنجا اثر وڌا، پر پنھنجي علم سان بہ روشن رکيو ۽ اڄ ڏينھن تائين اھو مرڪز دانشورن ۽ فيلسوفن لاءِ ڪشش جو باعث بڻيل آھي.

**ٽالھو:** ضلعي بدين جي تعلقي ماتليءَ ۾ ھڪ ديھہ جو نالو.

**ٽالھي:** ھڪ قسم جو وڻ، جنھن جي ڪاٺي شيشم وانگر مضبوط ٿيندي آھي. اڪثر واھن جي ڪپن ۽ رستن تي ڇانوري لاءِ ٽالھيءَ جا وڻ پوکيا ويندا آھن. ٽالھيءَ جي وڻ جي ڪاٺيءَ مان فرنيچر ٺھندو آھي.

ٽالھي کي جيڪڏھن سنڌ جو سائو سون چئجي تہ ان ۾ ڪو وڌاءُ نہ ٿيندو. ھي وڻ سنڌ ۾ واھن، شاخن، واٽر ڪورسن جي ڪنارن ۽ زرعي زمينن ۾ عام جام ملي ٿو ٽالھي سنڌ کان علاوہ پنجاب، سرحد ۽ پاڪستان جي ٻين ميداني علائقن ۾ ڪافي تعداد ۾ موجود ٽالھي جنھن کي انگريزي ٻوليءَ ۾ (Sisoo, Shisham, Indian Rosewood) چيو وڃي ٿو ٽالھيءَ جو تعلق ھوڻن جي فيملي (Leguminosae) سان آھي. دنيا جي مختلف ٻولين ۾ ھن وڻ کي الڳ الڳ نالن سان سڏيو وڃي ٿو جيئن: فرانسيسي ۾ "ابنيئر جٽاني"، عربي ۾ "دالبر جيا، سسو"، بنگالي ۾ "ششو"، ھندي ۾ "شيشم، سيسم، سسائي ۽ سسوَ"، انڊونيشيا ۾ "دو- خائڪ ۽ پرادو- خائڪ"، جاوا ۾ "سونو واسيسو"، نيپالي ۾ "شيشم ۽ سسائو"، سنسڪرت ۾ "اگورو ۽ شنشاپا"، اسپينش ۾ "سِسو"، تامل ۾ "جيتي، نوڪوختائي، سسوئتي"، ٿائي ٻوليءَ ۾ "دو-خائڪ ۽ پرادو- خائڪ"، اردو ۾ "شيشم"، پنجابي ۾ "ٽالي"، سرائيڪي ۾ "ٽالي ۽ ٽالھي" ۽ سنڌي ٻوليءَ ۾ ٽالھي سڏيو وڃي ٿو.

ھن وڻ جو اصل ديس ھندوستان، پاڪستان ۽ نيپال وارو خطو آھي ھن دور ۾ ٽالھيءَ جو وڻ دنيا ۾ ڪنڊ ڪڙڇ تائين پھچي چڪو آھي. خاص ڪري سريلنڪا، ٿائيليند، انڊونيشيا، ملائيشيا، موريشس، گھانا، ڪينيا، سوڊان،



ٽالھيءَ جا وڻ

نائيجيريا، زمبابوي، قبرص، عراق، فلسطين، اسرائيل، آمريڪا، ڏکڻ آفريقا، تنزانيہ، بنگلاديش، پوٽان، ايٿوپيا، ٽوگو ڪيمرون، آسٽريليا، افغانستان، ايران ۽ فرانس کان سواءِ ھي وڻ دنيا جي ڪيترن ئي ٻين گرم موسم وارن خطن تائين پکڙجي چڪو آھي. سٺي واڌ ويجھہ لاءِ ٽالھيءَ کي سڄ جي روشنيءَ جي گھڻي ضرورت پوي ٿي. سنڌ ۾ ھن وڻ جي اوچائي 25 کان 30 ميٽر تائين ٿئي ٿي. ٽالھيءَ جون ٽاريون ھيٺ جھڪيل ٿين ٿيون. پن 6 کان 10 سينٽي ميٽر ڊگھا ۽ 5 سينٽي ميٽر ويڪرا ٿين ٿا. ٽالھي جا گل اڇا ھلڪي گلابي رنگ تي مائل ٿين ٿا. ھن ۾ تمام گھڻي خوشبو ٿئي ٿي، گلن جي ڊيگھہ 1.5 سينٽي ميٽر ٿئي ٿي.

ٽالھيءَ جي ڦري عام طور تي ھلڪي سائي رنگ جي ٿئي، جنھن جي ڊيگھہ 4 کان 6 سينٽي ميٽر، پچڻ بعد ان جو رنگ ھلڪو پورو، جنھن ۾ 3 کان 6 ٻج ٿين ٿا. عام طور تي ھن وڻ کي سٺي واڌ ويجھہ لاءِ 21 کان 28 ڊگري سينٽي گريڊ گرمي جي درجي جي ضرورت پوي ٿي. ھي وڻ سخت سيءَ (پارو) بہ برداشت ڪري سگھي ٿو ۽ 50 سينٽي گريڊ جيتري شديد گرميءَ ۾ بہ وڌڻ ويجھڻ جي صلاحيت رکي ٿو. ٽالھي انتھائي سخت جان وڻ آھي، جيڪو 500 کان 2000 ملي ميٽر مينھن جي پاڻي ۾ بہ زندہ رھي سگھي ٿو. ڏڪار جي صورت ۾ ھي وڻ چار کان 6 مھينا سائو رھي سگھي ٿو. سنڌ جو ھي سدا بھار وڻ واريَاسي، چيڪي ۽ پٿريلي زمين تي تمام سھڻي ۽ سٺي نموني واڌ ويجھہ ڪري ٿو پر ڪلرائي ۽ سيلاب واري زمين ٽالھيءَ جي وڌڻ جي صلاحيت تي اثر انداز ٿئي ٿي. ھي وڻ بھار جي منڊ يعني مارچ کان اپريل تائين ڦٽھڙو ڪري تمام خوبصورت ڏيک ڏئي ٿو اپريل ۽ مئي مھينن ۾ ڦرون جھلي ٿو.

ٽالھي سنڌ جو انتھائي خوبصورت، ڇانوريدار ۽ قيمتي وڻ آھي، جنھن کي ڪيترن ئي مقصدن لاءِ استعمال ھيٺ آڻجي ٿو:

**1. پنن جو استعمال:** سنڌ ۾ ٽالھيءَ جا پن مال جي چاري طور استعمال ڪيا وڃن ٿا. خاص طور تي سياري جي موسم ۾ ڀڪراريءَ ريدار ٽالھيءَ جون ٽاريون چانگي مال کي ڏين ٿا. پنن جو رس سوڄ، چمڙي جي بيمارين ۽ اکين جي بيمارين لاءِ مفيد سمجھيو وڃي ٿو.

2. **گلن جو استعمال:** ٽالھيءَ جا گل انتھائي نازڪ ۽ خوشبودار ٿين ٿا. ماکيءَ جون مکيون ان مان رس چوسين ٿيون، پر گل نازڪ ھجڻ سبب ننڍڙي حرڪت تي ڇڻي پون ٿا. ان لاءِ ماکيءَ جون مکيون انھن مان صحيح فائدو حاصل نہ ٿيون ڪري سگھن.

3. **ڦرين جو استعمال:** ٽالھيءَ جون ڦريون انتھائي سھٽيون ٿين ٿيون. جيڪي ٻڪريون ۽ رڍون شوق سان کائين ٿيون. سنڌ ۾ ڦرين مان پاڇي بہ تيار ڪئي وڃي ٿي. ٽالھي جون ڦريون گرمي، جگر جي گرمي لاءِ مفيد سمجھيون وڃن ٿيون.

4. **ڇوڏي جو استعمال:** ٽالھيءَ جو ڇوڏو ڪيترين ئي بيمارين کان نجات لاءِ استعمال ڪيو وڃي ٿو. جيئن گرمي لاءِ ٽاڏل رت جي خرابي، چمڙي جي بيمارين، الٽي، باد فرنگ، خارش، اکين ۽ نڪ جي بيمارين، ڦرڙي ۽ سوري (پيچش) لاءِ ڇوڏو مفيد سمجھيو وڃي ٿو.

5. **پاڙن جو استعمال:** ٽالھيءَ جون پاڙون ڏندڻ طور استعمال ڪري سگھجن ٿيون.

6. **ڪاٺيءَ جو استعمال:** ٽالھيءَ جي ڪاٺي خوبصورت ۽ قيمتي ٿئي ٿي. جنھن جو رنگ اڇي پوري رنگ تي مائل ٿئي ٿو. ڪاٺي جو اندريون تہ بادامي رنگ جو ٿئي ٿو.

ٽالھيءَ جي ڪاٺيءَ مان ھر قسم جو فرنيچر جنھن ۾ ڪٻٽ، در، دريون، ڪرسيون، ميزون، ڪٽون، بيڊيون ۽ ڪوڪا پيٽيون، راندين جو سامان، ھاريءَ جي استعمال جون شيون ۽ رڌ پچاءَ ۾ استعمال ٿيندڙ سامان ٺاھيو وڃي ٿو. ان کان علاوہ ٽالھي جي ڪاٺيءَ مان مختلف قسم جون شيون ٺاھي سگھجن ٿيون.

**ٽالھي²:** تعلقي دولت پور ۾ ھڪ ديھہ جو نالو جنھن ۾ ھيٺيان ڳوٺ شامل آھن: صوبو ڏاھري، پھاڙ ڏاھري، يارو ڏاھري، علاؤ الدين لاھوري، دين محمد گجر، علي محمد آرائين، مرزا خان ڪوڪر، خميسو جسڪاڻي، حاجي امام بخش ڪوڪر، شاھ محمد پٽواري، سبحان الدين آرائين ۽ مير محمد ڏاھري.

**ٽالھي³:** تعلقي عمر ڪوٽ جي ھڪ ديھہ جنھن ۾ ھيٺيان ڳوٺ شامل آھن: ڪريم ننگر، متارو خان گرگيج، حاجي ڏٽي بخش چانڊيو، حبيب گشڪوري، برڪت اللہ، جلال خان گرگيج، محمود آباد، ھاشم خان گشڪوري، علي مراد گرگيج، الھہ بخش گرگيج، واٽر ڪورس نمبر ٽالھي اسٽيشن ۽ ٽالھي پراڻي.

**ٽالي:** ضلعي نوابشاھ جي تعلقي سڪرنڊ ۾ ھڪ ديھہ جو نالو جنھن ۾ انھيءَ نالي سان ھڪ ئي ڳوٺ آباد آھي. ھتي ڇوڪرن جو پرائمري اسڪول موجود آھي.

**ٽامڙو/ٽامڙو:** ٽامي جو ننڍو ديگڙو، جيڪو ٿاپيلي وانگر ٺھيل ھوندو آھي.

**ٽامڙو²:** ھڪ قيمتي پٿر، جيڪو جدا جدا رنگن ۾، ڪاٺين مان ملندو آھي. ان جو رنگ ڪارو، بادامي، نيرو ڪارو، سائو ڳاڙھو ۽ اڇو ٿيندو آھي. ھي پارٽ جي ھڪ علائقي ۽ ان جي پرسان وھندڙ نديءَ مان ملي ٿو برازيل ۽ سائيبيريا ۾ گھاٽو ڳاڙھو، فرانس ۾ ھلڪو سرخ، ناروي ۽ گرين لئنڊ ۾ ڪارو، يوگوسلاويا ۾ بادامي، سئٽزرلئنڊ ۾ سائو سريلنڪا ۾ بادامي ۽ آمريڪا ۾ مختلف رنگن ۾ ليندو آھي.

**ٽامڻي:** سج جي سخت تپش وارو ڏينھن، خاص ڪري، ٻن پھرن جو وقت، جيڪو ڏاڍو گرم ھوندو آھي ۽ زمين تپي ٽامي جھڙي، ڳاڙھي ٿي ويندي آھي. اھڙيءَ حالت کي اصطلاح طور "ٽامڻي ھٽڻ" چيو ويندو آھي. ڪن ھنڌن تي ٽامي ذاتي چئبو آھي. چوندا آھن: "فلاڻي جو منھن ٽامڻي ھڻي ويو آھي".

**ٽامو:** ڌاتوءَ جو ھڪ قسم، جيڪو ڪاٺين مان ڪوٽي ڪڍبو آھي. ھيءُ مفرد حالت ۾ بہ ھوندو آھي تہ مرڪبن جي شڪل ۾ بہ ليندو آھي. ٽامي کي انگريزي ٻوليءَ ۾ 'ڪاپر' چوندا آھن. جنھن جا مرڪب "ڪاپرائيٽس" ۽ "ڪاپر گلاس" آھن. جن کي "ڪاپر سلفائيڊ" ۽ "ڪاپر سلفائيٽ" بہ چئبو آھي. ٽامو جيڪڏھن اصلي ھوندو تہ اھو 1083 درجا سينٽي گريڊ تي پگھرجي ويندو. جڏھن تہ 2340 درجا سينٽي گريڊ جي گرمي ڏيڻ سان ٽامو پاڻياٺ جي شڪل اختيار ڪري اُٻرڻ لڳندو آھي. ٽامي مان گرمي ۽ بجلي آسانيءَ سان لنگھي سگھندي آھي، ان ڪري بجليءَ جون تارون بہ ٽامي مان ٺاھيون وينديون آھن. ٽامي تي ھوا جو اثر ناھي ٿيندو، پر جيڪڏھن ھوا ۾ آلاڻ ھوندي آھي تہ مٿان سائي رنگ جي ڪٽ چڙھي ويندي اٿس. ھوا ۾ مسلسل آلاڻ ھجڻ سان اھا ڪٽ مقدار ۾ وڌي ويندي آھي ۽ تھہ جي شڪل اختيار ڪري وٺندي آھي. اھا ڪٽ اصل ۾ ٽامي جي "ڪاربونيٽ" ھوندي آھي. تاريخي لحاظ سان ٽامي جي اھميت ۽ انساني زندگيءَ ۾ ان جو استعمال ق.م دؤر ۾



ٽامو

ڪيو ويو ھو. دنيا جي آڳاٽين تھذيبن جي تمدني تاريخ مان خبر پوي ٿي تہ ٽامي جو استعمال ميسوپوٽيميا تھذيب کان شروع ٿيو. جيڪو مصر جي تھذيب ۾ ايشيا جي وسيلي پھتو ۽ وچي يورپ تائين پھتو. جن ٻين جي پيٽ ۾ ان مان سڀ کان وڌيڪ لاپ ماڻيو يورپين ٽامي کي ڪارخانن ۾ استعمال ڪيو. ھٿيارن لاءِ ڪم آندو ۽ تاريخ ۾ اھو "ٽامي جو دؤر" ڪوٺيو وڃي ٿو. جڏھن "لوھہ جو دؤر" آيو، تڏھن ٽامي جو استعمال گھٽجي ويو، پر جديد دؤر ۾ سائنسي ۽ صنعتي حوالي سان ٽامو اھم جاءِ والاري ٿو ۽ ٻين ڌاتن جيان عام واھپي ۾ اچي ٿو. ھاڻوڪي صنعتي ۽ زرعي ڪمن ۾ ٽامو اوزارن لاءِ وڏي مقدار ۾ ڪم آندو وڃي ٿو.

سنڌو ماٿريءَ جا رھاڪو، سون، چانديءَ، قلعيءَ، ٽامي ۽ ڪَٽَ جي استعمال کان واقف ھئا. انھن ڌاتن مان وٽن ٽامو سڀ کان وڌيڪ استعمال ٿيندو ھو. موھن جي دڙي ۽ ھڙاپا جي ھيٺانھن پاگن مان، جيڪي ھن تھذيب جي قديم ترين دور جا مظھر آھن، ٽامي ۽ ڪَٽَ جون ٺھيل ڪيترين شيون مليون آھن. جيڪي گھريلو استعمال جي ٿانون، کھاڙين، خنجرن، چاقن، پالن، ڪنارين، تيرن، ڏاٽن، مجسمن، چوڙين، مُنڊين، ايرنگن، ڪارن ۽ سيخن

وغيره تي مشتمل آهن. ٽامي کان سواءِ ڪٽ جا هٿيار به انهن ماڻهن ٺاهيا، پر اها ڳالهه اجا به يقين سان چئي نٿي سگهجي ته ڪٽ ۽ ٽامي جي دريافت، سنڌوماٿريءَ جي رهاڪن جي ذاتي محنت ۽ ڪوشش جو نتيجو هئي، يا هنن انهيءَ جو استعمال ٻين قومن کان سکيو هو.

ٽامي جو زمين مان ملندڙ مقدار، لوهه کان گهٽ آهي، پر هيءَ تمام اهم ۽ مفيد ڌاتو آهي. هي زياده عامل ڌاتو ناهي، ان ڪري آزاد حالت ۾ به ملي ٿو. هيءَ ڌاتو انسان جي ابتدائي دؤر ۾ به استعمال هيٺ رهيو آهي. گهڻو ٽامو سلفائيڊ، ڪچي ڌاتوءَ مان حاصل ڪيو ويندو آهي. ٽامو قدرتي طور تي ڳاڙهاڻ مائل پيلي رنگ جو هوندو آهي. انهيءَ کي آسانيءَ سان موڙي ۽ اِنگهائي سگهجي ٿو. انهيءَ ڪري هن ڌاتو مان تارون، پائيپ ۽ چادرون ٺاهي سگهجن ٿيون. طبي لحاظ کان هيءَ ڌاتو نهايت مفيد آهي. اِهو چرند وار ۽ وارن جي ڪُسجڻ جي صورت ۾ به استعمال ڪرائيندا آهن.

**ٽامي جي ڌاتوگري (Extraction):** ٽامي جي ڪچ ڌاتوءَ مان ٽامون حاصل ڪرڻ لاءِ هيٺين مرحلن مان گذرڻو پوي ٿو:

(1) گهاٽو ڪرڻ (Concerntration)، (2) پچائڻ (Roasting)، (3) رجائڻ (Melting)
(4) تخفيف (Reduction)، (5) برقي چيد ذريعي صاف ڪرڻ (Electrolysis).

ٽامو گهڻو ڪري سلفائيڊ ڪچ ڌاتوءَ مان حاصل ڪيو ويندو آهي. هي ڪچ ڌاتو صرف 0.5 کا ن 5 في سيڪڙو تائين ٽامو ڏي ٿو هن کي سنهو ڪري گهاٽو ڪيو ويندو آهي. انهي ڪانپوءِ ڪچ ڌاتوءَ کي گجي پيدا ڪندڙ (Froth Floatation)ڪيميائي مرڪبن سان پاڻي ۽ تيل ملائي ملاوت ٺاهيو وڃي ٿي. انهي لاءِ پائن آئل (Pine-oil) يا ڪروئيوزوٽ (Creosote-oil) استعمال ڪيا وڃن ٿا. ان کان پوءِ انهي ملاوت مان هوا گذاري وڃي ٿي، جنهن جي نتيجي ۾ گجي پيدا ٿي مٿاڇري تي ترڻ لڳي ٿي. ڪچڌاتو جي ذرڙن تي تيل لڳي وڃي ٿو، انهي ڪري مٿاڇري تي ترڻ لڳندا آهن. انهي مقابلي ۾ ملاوتي مادا تيل سان ڪابه رغبت نه ٿا رکن، پاڻيءَ ۾ ٻڏي هيٺ تري ۾ وڃي جمع ٿين ٿا. اهڙي طرح خالص ڪچڌاتو کي پاڻي جي مٿاڇري تي گجيءَ جي صورت ۾ جمع ڪيو وڃي ٿو. جڏهن ته ملاوتي مادا (Guange) تري مان جدا ڪيا وڃن ٿا.

انهيءَ کان پوءِ گهاٽي ڪچڌاتو کي بٺيءَ ۾ پُچيو وڃي ٿو انهي عمل ۾ تمام گهڻي گرمي پد جي ڪري سلفر ۽ آرسينڪ کي آڪسائيڊ ذريعي خارج ڪيو وڃي ٿو ان عمل جو فارمولو هي آهي:



$$4CuFeS_{2(S)} + 5O_{2(g)} \quad 2Cu_2S_{(l)} + 2FeO_{(s)} + 2FeS_{(S)} + 4SO_{2(g)}$$

پُچيل ڪچڌاتو کي واريءَ سان ملائي تمام گهڻو گرم ڪيو وڃي ٿو ائين ڪرڻ سان سپ شيون رجي وڃن ٿيون.

**ٽانٽن:** مسٽر آءِ ايچ. ٽانٽن رياست خيرپور جو پهريون انگريز وزير هو جڏهن مير علي نواز خان وٽ ڪائونسل ڪامياب نه ٿي سگهي، تڏهن وزير جي گهر ڪيائين. 1930ع ۾ انگريزن ٽانٽن کي وزير ڪري موڪليو هو سنڌي زبان به ڄاڻندو هو. اچڻ سان مير صاحب کي پنهنجو ڪري ويو ۽ ٻه سال ڪن رياست ۾ رهي، ڪجهه سڌارا آندائين. ٻن سالن کان پوءِ مير صاحب جي نااتفاقيءَ سبب 1932ع ۾ استعيفيٰ ڏئي هليو ويو.

**ٽانڊاڻو:** هڪ قسم جو اڏامندڙ جيت، جنهن کي عام طرح 'ڪڙڪبيتو' به چون. جنهن جي پٽ ۾ ڪنين جي هيٺان اهڙو مادو هوندو آهي، جيڪو رات جي اونداهيءَ ۾ چمڪندو آهي، جنهن ڪري ماڻهو سمجهندا آهن ته ان جي ڪنين



ٽانڊاڻو/ ڪڙڪبيتو

هيٺان روشني لڪل هوندي آهي، جيڪا ڪنب ڪولڻ سان ڏسڻ ۾ ايندي آهي. هي جيت ٿوري ٿوري دير کان پوءِ ڪنب ڪوليندو آهي. هن جيت کي 'لچر' ۽ 'چاسينگر' به چون ٿا. اردوءَ ۽ هنديءَ ۾ "جگنو" چون. وڌيڪ: ڏسو "ڪُڙڪبيتو".




**ٽانڊن مٿي ٽهڪ (ڪتاب):** هي عبدالقيوم "منصور" ملڪ جي شاعريءَ جو ڪتاب آهي، جنهن ۾ سنڌس غزل، وايون ۽ گيت شامل آهن. هن ڪتاب جو مهاڳ ڊاڪٽر موتي لال جوتواڻيءَ لکيو آهي. 160 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب مارچ 2006ع ۾ ڪويتا پبليڪيشن حيدرآباد پاران ڇپيو آهي. پڪي جلد جي ڊيمي سائيز ۾ هن ڪتاب جي قيمت 120 روپيا آهي.

**ٽانڊو:** ٻرندڙ اگر، جنهن کي "جاڳنو" به چوندا آهن. اڻ ٻرندڙ اگر يا ڪوئلي کي ٽانڊو نه چئبو پر ٽانڊو فقط ٻرندڙ يا دکندڙ ڪوئلي کي چئبو. پهاڪو آهي ته "آئي ٽانڊي ڪاڻ، ٿي ويٺي ٻورچاڻي".

**ٽانڪا:** ضلعي ٺٽي ۾ هڪ ذات. هن ذات جو ڳوٺ، ٺٽي شهر جي ڏکڻ اوڀر ۾، اٺن ڏهن ميلن جي پنڌ تي موجود آهي. هن ڳوٺ جو وهنوار ٺٽي شهر سان هلندو آهي.

**ٽانڪارو:** هي هڪ خاص قسم جو ٻوٽو آهي، جيڪو وٽ واري سائيڊ ۾ تمام گهڻو ٿيندو آهي، جڏهن ته ٿر جي ٻين هنڌن تي تمام گهٽ ٿيندو آهي. ٽانڪاري جون تمام ڊگهيون ڇڙيون نڪرنديون آهن، جن مان ٿر جا ماڻهو لوڙها ۽ چونئرا ٺاهيندا آهن. هن جي هڪڙي ڇڙي 2 رپين جي حساب سان وڪامجي ٿي. هن جي ڪاٺي ٻارڻ جي ڪم اچي ٿي.

**ٽانڪو:** ٿر ۾ چيڪي يا سخت زمين ۾، جتي برسات جو پاڻي اچي گڏ ٿئي، اُتي سِرن جي پڪي سوڙهي منهن واري گنديءَ جهڙي يا چورس کڏ ٺاهي، ان کي ڍڪي ڇڏيندا آهن. اهڙين گندين يا چؤڪندين کڏن کي ٽانڪو چوندا آهن. هي ٽانڪن جو رواج، راجستان کان ٿر ۾ آيو آهي ۽ هاڻي



عام آهي، مينهن جو هي پاڻي ڪيترن مهينن تائين پيئڻ طور يا عام استعمال لاءِ ڪم ايندو آهي.

**ٽانڪو لڳائڻ:** سونارا نئين زيور تي پهرين پهرين جيڪو ٽانڪو لڳائيندا آهن، انهيءَ کي ”ٽانڪو واهڻ“ ڪري چوندا آهن. حقيقتاً ٽانڪو لڳائڻ کان ”ٽانڪو واهڻ“ وڌيڪ مضبوط آهي. سونارا ٽِڪ کي مٽان ڦوڪ ڏيندا آهن، ته ٽانڪو پسري پاڻيءَ وانگر تي ويندو آهي ۽ وهي اتي هلندو آهي ۽ خد ۽ خال پري بيهي رهندو آهي ۽ باهه هٽڻ کان پوءِ يڪدم ڄمي ويندو آهي. پر سونارا ٽانڪو لڳائڻ جو مقصد اهو وٺندا آهن ته اِهو پراڻو زيور آهي ۽ انهيءَ کي هيو پيرو ٽانڪو لڳايو پيو وڃي. ٽانڪي واهڻ ۽ لڳائڻ ۾ سواءِ نئين ۽ پراڻي ٽانڪي جي ٻيو ڪو به فرق نه آهي.

**ٽانڪي** (Tank): حوض. هيءُ انگريزي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جو مفهوم، پاڻيءَ جو ذخيرو گڏ ڪري رکڻ جو حوض آهي. حوض گهڻن ئي نمونن جا ٿين: ڀرن جو پڪو يا مستطيل حوض، لوهه جو حوض وغيره. اڄڪلهه گهرن جي مٿان يا اندر پاڻيءَ جو ذخيرو ڪرڻ وارا ٽئنڪ يا ٽانڪيون رکندا آهن. اڄڪلهه گهرن جي مٿان يا اندر پاڻيءَ جو ذخيرو ڪرڻ



وارا ٽئنڪ يا ٽانڪيون رکندا آهن. هي ٽانڪيون هاڻي پلاسٽڪ جون به استعمال ٿين ٿيون.

**ٽانڪي باغ:** جيڪب آباد شهر ۾ هي باغ 1937ع ۾ تعمير ڪيو ويو، هتي شهر کي پاڻي جي فراهمي واسطي ٽانڪي ٺاهي وئي، جنهن ڪري سندس نالو ٽانڪي باغ مشهور ٿي ويو. هاڻ هي باغ ميونسپل جي عدم توجهي سبب ويران ٿيل آهي.

**ٽانگ:** ڪڪڙن ڪي مٽي ويهارڻ جي ڊگهي ڪاٺي. عام اوطاق يا وٽاڻ ۾ ڪڪڙن کي مٽي ويهارڻ لاءِ هڪڙي ڊگهي ڪاٺي ٽنگي ڇڏيندا آهن. انهيءَ لاءِ ته ڪڪڙ، گدڙ ۽ ٻلي وغيره جي پهچ کان مٿي ويٺا هوندا، ان ڪري انهن کي نقصان نه پهچندو.

**ٽانگر:** هڪ قسم جو خوشبودار گل ڏيندڙ ٻوٽو آهي، جنهن ۾ اڇا ۽ خوشبودار گل ٿيندا آهن. هن ٻوٽي جا گل، موتئي جي گل کان ڪجهه ننڍا ٿيندا آهن. ڪن هنڌن تي هن ٻوٽي کي چنبيلي چون ۽ کي ”جاءِ جا گل“ چوندا آهن. طبي لحاظ سان هن ٻوٽي جا پن فائدو ڏيندڙ آهن. دل ۽ دماغ کي فرحت ڏين ٿا.

**ٽانگو:** گهوڙي گاڏي، ٻن ڦيٿن واري اها گاڏي، جنهن کي گهوڙو ڇڪي هلائي. هن گاڏيءَ جا خاص حصا، ڪاٺ جي تختين مان ٺهيل ٽانڻو، اسپرنگن تي بيٺل به ڦيٿا، ڌمڻ ۽ گهوڙو هوندا آهن.

**ٽانگور:** تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ ’ماوَجي ڪيڇي‘، ’شوڪت پنجابي‘ ۽ ’برو‘ نالي ڳوٺ آباد آهن.

**ٽانگهڙا:** ضلعي لاڙڪاڻي جي تعلقي شهدادڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ميرپور، منل خان چانڊيو، نياز احمد چانڊيو، فضل محمد پنجابي، گل محمد حسراڻي، علي نواز ڪهاوڙ، درمحمد مغيري، محمد پور عرف جعفر ٻرڙو ۽ مير محمد حسن مغيري.

**ٽانوري:** هڪ ذات جو نالو جيڪي سڄيءَ سنڌ ۾ موجود آهن.

ضلعي جيڪب آباد جي تعلقي ٺل جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

عارف آباد، حاجي ميهر شر، حڪيم مهر، دين محمد ٽانوري، محبوب ڏيٺو، جهنگل ٽانوري، عبدالحڪيم ڪوسو، لشڪر مستوئي، محمد انور مستوئي، ولي محمد ٽانوري، راول ڀوڇ، ابراهيم پٽي، دينو شر، مستوئي ڳوٺ، امير ڪوري، جان جام چنو ۽ ڏيٺا.

**ٽانوري، اختر:** سندس اصل نالو غلام عباس ٽانوري آهي، هن 1 اپريل 1960ع تي ٻوزدار وڏا ضلعي خيرپور ۾ جنم ورتو. سنڌ شاعر ۽ ڪهاڻيڪار آهي. ايم اي (سنڌي) ۽ ايم ايڊ ڪيل اٿس ۽ هن وقت تعليم کاتي سان وابسته آهي. سندس ڪيترائي گيت، غزل ۽ نظم شايع ٿيل آهن. ”روپ بهروپ“ (ڪهاڻيون: 1992ع) سندس ڇپيل ڪتاب آهي. غزل پبليڪيشن سنڌي ادبي سنگت خيرپور پاران ڏهاڪو ڪتاب ترتيب ڏئي ڇپايا اٿس. هو هن وقت خيرپور ۾ رهي ٿو.

**ٽانوري، خالق ڏنو:** خالق ڏنو ٽانوري 20 فيبروري 1923ع ۾ شڪارپور ۾ رازق ڏني ٽانوري جي گهر ۾ پيدا ٿيو. بي. اي ڪرڻ کان پوءِ ايل. ايل. بي فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ڪري وڪالت شروع ڪيائين. 1936ع کان والي بال راند شروع ڪيائين. ڪاليج طرفان روهڙي جي ٽورناميئٽ ۾ وچ نيٽ تي ڪيڏي ڪاميابي حاصل ڪيائين. ان کان پوءِ استاد ٺارل جي ٽيم ۾ شامل ٿيو ۽ آخر تائين ان جو ساٿي رهيو. استاد ٺارل راند ڇڏي ته هن به راند ڇڏي ڏني.

خالق ڏنو ٽانوري استاد ٽارل ڪوڪر جي ڪاهي فيلڊ تي راند ڪرڻ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. سندس راند حرفت واري هوندي هئي ۽ گهڻو ڪري سامهون واري ليڪ ڇُنڊڻ ۾ ماهر هو. اڪثر جمپ ڏيئي ٻه- ٽي اسٽروڪ بي ڏرڪ هڻندو هو. ڪڏهن ٻه بال آسان ڪري مخالف ٽيم ڏانهن نه موڪليندو هو. هو هر بال جي اسٽروڪ ۾ اهڙي حرڪت ڪري موڪليندو جو اڳيون رانديگر فائول ڪري ويهندو هو. سنڌ ۾ اهڙا ڪيئي اعليٰ درجي جا رانديگر گذريا آهن، جن کي جيڪڏهن ملڪي سطح تي کيڏڻ جو موقعو ملي ها ته وڏو نالو ڪن ها، پر افسوس جو ڪين قومي سطح تي آڻڻ لاءِ ڪا به ڪوشش نه ڪئي وئي.

**ٽاور، ميري ويدر:** ڪراچيءَ ۾ موجود ميري ويدر ٽاور سنڌ جي ڪمشنر ميري ويدر جي بدليءَ ڪانپوءِ هن جي ياد ۾ ٺهرايو ويو هو. جنهن جي پيڙهه جو پٿر 1884ع ۾ بمبئيءَ جي گورنر جيمز فرگوسن رکيو هو. 1892ع ۾ ان وقت جي سنڌ جي ڪمشنر مسٽر ايوان جيمز هن جو افتتاح ڪيو. هن جي اڏاوت تي 37178 رپيا خرچ آيو. اها پوري رقم ان وقت عوام چندو ڪري گڏ ڪئي هئي. هن جي چئني ڪنارن تي راڻي وڪٽوريا جي مورتي اُڪريل آهي ۽ چئني پاسن کان گهڙيال لڳل آهي. هن جي ديگهه زمين کان 102 فوٽ مٿي آهي. ٽاور تي ميري ويدر جو نالو ۽ چئني پاسن کان يهودين جي اهڃاڻ وارو ائن ڪندڻ وارو تارو به اُڪريل آهي. جاءِ تي هيٺيان لفظ به لکيل آهن:



"Erected by the people of Sind province in the memory of Ex-Commissioner of Sind Mr. William Mereweather"

هن ٽاور جي ڪري بندر روڊ ۽ ميڪلوڊ روڊ (آءِ آءِ چندريگر روڊ) جي ڪيماڙيءَ ڏانهن ميلاپ واري جاءِ ٽاور جي نالي سان مشهور آهي. هاڻي هن ٽاور ڪانپوءِ مائي ڪولاچي باءِ پاس شروع ٿئي ٿو هن جي ساڄي هٿ تي ڪاري در وارو علائقو آهي.

**ٽاهُو:** نغاري يا دهل جي هڪ وڄت، جيڪا ملاڪڙي جي ختم ٿيڻ وقت ڪري ۾ اَن بنئي ٿيڻ وقت ۽ عاشورن ۾ پڙ جي روانگيءَ تي وڄائي ويندي آهي.

**ٽاءِ** (نيڪ ٽاءِ): ڳچيءَ ۾ ٻڌڻ جي خاص پٽي جيڪا عيسائي سندن عقيدي موجب حضرت عيسيٰ جي صليب تي چڙهڻ جي ياد ۾ ڳچيءَ ۾ ٻڌندا هئا. هاڻي عام طرح مغربي ڊريس ۾ شامل آهي ۽ اسان وٽ به عام آهي.

**ٽائٽانڪ:** ٽائٽانڪ جهاز کي سامونڊي تاريخ ۾ سڀ کان اهم مڃيو وڃي ٿو ان ڪري جو ٽائٽانڪ جهاز سان هڪ وڏو حادثو پيش آيو. جنهن سبب گهڻي تعداد ۾ مُسافر موت جو شڪار ٿي ويا. ٻڏي ويل مسافرن جو وڏو تعداد امير ماڻهن جو هو، پر ان کان سواءِ ٻيون به ڪجهه ڳالهيون آهن، جيڪي ٽائٽانڪ جهاز جي حادثي کي اهم بڻائين ٿيون. ويهين صديءَ جي شروعاتي سالن ۾ (جڏهن ٽائٽانڪ تيار ٿيو). مسافر جهازن جي حوالي سان ٻه ڪمپنيون تمام مشهور هيون. هڪ: وائيٽ اسٽار ڪمپني ۽ ٻي: ڪنارڊ. ٻئي ڪمپنيون انگلينڊ جون هيون ۽ ٻنهي جو پاڻ ۾ وڏو مقابلو هليو. 1907ع ۾ ڪنارڊ ڪمپنيءَ ٻه تمام وڏا ۽ تيز رفتار مسافر جهاز هلائڻ شروع ڪيا.



ٽائٽانڪ جهاز جو هٽ آيل ملبو

هڪ ٻيٽيهه هزار ٽن وزني (هڪ ٽن ۾ اٺاويهه مڻ ٿين ٿا). "لوسيتانيا" نالي ۽ ٻيو ٽيٽيهه هزار ٽن وزن جو "موريطانيا" نالي سان جهاز هو. ڪنارڊ ڪمپنيءَ کي انهن جهازن جو مقابلو ڪرڻ لاءِ مخالف ڪمپني "وائيٽ اسٽار" ان کان به وڏا اٽڪل چاليهه ايڪيتاليهه هزار ٽن وزن جي ٽن جهازن جو آرڊر ڏنو. اُهي ٽي جهاز هئا: اولمپڪ، ٽائٽانڪ ۽ جائگنٽڪ.

ٽائٽانڪ جهاز جي لنگر کڻڻ ۽ سائوٿمپٽن بندرگاهه ڇڏڻ جي تاريخ اربع 10 اپريل 1912ع مقرر ڪئي وئي ۽ وقت اندر مسافر ۽ سامان جهاز تي چڙهيا. جملي ٻه هزار ٻه سؤ پنجٽيهه مسافر چڙهيا، جن ۾ 337 فرسٽ ڪلاس جا، 271 سيڪنڊ ڪلاس جا، 712 ٿرڊ ڪلاس جا ۽ جهاز هلائيندڙ ۽ ٻيو عملو ڪل 912 ڄڻا هئا.

برطانيه ۽ نيويارڪ (آمريڪا) جي وچ ۾ ائٽلانٽڪ سمنڊ آهي ۽ اڄ به ان رفتار وارا جهاز ڇهن پنجن ڏينهن ۾ ائٽلانٽڪ سمنڊ پار ڪري، هڪ پاسي کان ٻئي پاسي وڃي نڪرندا آهن. ان جو روٽ اتر قطب واري برفاني علائقي کان ٻاهر آهي. پر ڪن ڪن هنڌن تي سال جي هنن ڏينهن ۾ برف جون ڇپون (Ice Berg) نظر اينديون آهن. خميس ڏينهن ٻين بجي ڌاري هي ٽائٽانڪ جهاز آئرلينڊ جي شهر ڪُئنس ٽائون مان نڪتو. شام جو ڊنر تي سڀني مُسافرن کي هڪٻئي سان ملڻو هو. وائيٽ اسٽار ڪمپني اعليٰ مسافرن ۽ اوچي ڪاڏي کان مشهور هئي. جهاز جي ٽڪرائجي پڇي پوڻ ۽ پاڻيءَ اندر گهڙي اچڻ ڪري هي حادثو رات جو اٽڪل ساڍي يارهين وڳي پيش آيو. اڌ ڪلاڪ ۾ ئي ڀوڄ ڀوڄان جو سلسلو شروع ٿي ويو. ٽائٽانڪ جهاز تان لاٿل ٻيڙين ۾ غلط بندوبست ۽ اڻڄاڻائيءَ ڪري ٿورا مسافر چاڙهيا ويا. اهڙي ريت اٽڪل ست سؤ يارهن ماڻهو بچي ويا.

**ٽائٽانڪ فلم:** ٽائٽانڪ واري حادثي تي هڪ فلم به تيار ڪئي وئي، جيڪا ٻين فلمن کان گوءِ کڻي وئي. ان ۾ ڪو شڪ ناهي ته فلم ٺاهيندڙن "فاڪس فلم انٽرٽينمينٽ" وارن وڏو خرچ ڪيو آهي. ٻه سؤ ملين ڊالر فلم جي شوٽنگ تي خرچ ٿيو ۽ اهڙا ڏيڍ سؤ ملين ڊالر مارڪيٽنگ تي خرچ آيو. ماڻهن کي حيرت ۾ وجهندڙ هِن فلم جا نظارا آهن. جيڪي ڪمپيوٽر ذريعي پيدا ڪيا ويا آهن. هن فلم جي شوٽنگ جو بندوبست




فاڪس فلم ڪمپنيءَ وارن ميڪسيڪو جي شهر روزاريتو ۾ سورهن ايڪٽر ڪامپليڪس تي ڪيو ويو. هن فلم جو ڊائريڪٽر (James Camron) هڪ قابل ۽ هوشيار فلم ناهيندڙ آهي. جيڪوان کان اڳ ۾ ٻه مشهور فلمون ناهي چڪو آهي. ٽائيٽانڪ فلم ائڪشن ۽ رومانس جو ڳانڍاپو آهي، جنهن ۾ ليونارڊو ڊي ڪئپريو (Jack Dowson) ۽ ڪيٽ ونسليٽ (Rose Bwkater) اعليٰ فن جو مظاهرو ڪيو آهي.

**ٽائمز آف انڊيا** (Times of India): ٽائمز آف انڊيا ڀارت جي سڀ کان وڏي اخبار آهي. هي اخبار جين ۽ ڊالميا خاندان جي ملڪيت آهي. هي اخبار 1838ع ۾ جاري ڪئي وئي. هن وقت هي اخبار بمبئي، دهلي ۽ احمدآباد ۾ شايع ٿي رهي آهي. هن اخبار جي اشاعت رڳو دهليءَ ۾ 4500 ڪاپيون آهي. جڏهن ته بمبئي ۽ احمد آباد ۾ هن اخبار جي روزانو اشاعت 253057 ڪاپيون آهي.

**ٽائن بي/ ٽوائن بي، آرنولڊ**: عالمي شهرت يافته برطانوي فلسفي ۽ تاريخ دان آرنولڊ ٽائن بي (Arnold Toynbee) 14 اپريل 1889ع تي هڪ علمي گهراڻي ۾ ڄائو. سندس والده شروع کان ئي تاريخ ڏانهن مائل هئي. اڳتي هلي اهوئي سندس موضوع بڻيو. هن ونچسٽر ۽ آڪسفورڊ مان تعليم حاصل ڪري وظيفو ورتو. هڪ سال لاءِ يونان ۽ ترڪي وڃي اتان جي تاريخ جو مطالعو ڪري واپس اچي بليل ڪاليج آڪسفورڊ ۾ رومي ۽



يوناني تاريخ جو استاد مقرر ٿيو. پهرين مهاڀاري لڙائي ۾ کيس پوليٽيڪل انٽيليجنس ڊپارٽمنٽ لنڊن ۾ ترڪيءَ جي معاملن جو انچارج مقرر ڪيو ويو. ان کان پوءِ پيرس ۾ برطانوي امن ڪانفرنس جو اهم رڪن مقرر ڪيو ويو. 1919ع ۾ بازنطيني ۽ جديد يوناني مطالعي جو پرفيسر مقرر ٿيو. 1921ع ۾ يونان ترڪي جنگ دوران مانچسٽر گارڊين طرفان خصوصي نمائندي طور ترڪي جو سفر ڪيائين ۽ انهيءَ موقعي تي ڪتاب "يونان ۽ ترڪي جو مغربي مسئلو" لکيائين. 1924ع ۾ هن بين الاقوامي معاملن جي رائل انسٽيٽيوٽ جي رڪنيت حاصل ڪئي ۽ ساڳئي سال ڊائريڪٽر آف اسٽڊيز مقرر ڪيو ويو. انهيءَ عهدي تي هو 1955ع تائين لنڊن يونيورسٽيءَ ۾ ريسرچ پروفيسر طور استاد رهيو. انهي عرصي دوران انسٽيٽيوٽ طرفان شايع ٿيندڙ عالمي واقعن جي سالياني رپورٽ جو مدير به رهيو. هن دنيا جي تاريخ جي مطالعي تي ڪتاب "اي اسٽڊي آف هسٽري" لکيو جنهن ڪري سندس ناماچاري سڄي دنيا ۾ ٿي، هن ڪتاب جا ڇهه جلد پهرين عالمگير جنگ کان اڳ ۽ ڇهه جلد پوءِ شايع ٿيا. هن انهي ڪتاب لکڻ جي شروعات 1927ع کان ڪئي هئي. سندس ٻين ڪتابن ۾ "دنياءِ مغرب" (1952ع)، "مورخ جو مذهب سان تعلق" (1953ع)، "عيسائيت-مذهبي عالمن جي نظر ۾" وغيره لکيا. سندس چوڻ هو ته دنيا جي تاريخ اصل ۾ دنيا جي مذهبن جي تاريخ آهي. نوڪري تان رٽائر ٿيڻ بعد راڪ فيلڊ فائونڊيشن کيس 18 مهينن لاءِ وظيفو ڏنو ته هو دنيا گهمي. هن انهن ارڙهن مهينن جي سياحت دوران ڪتاب "هنربال جي ميراث" لکيو. ان کان سواءِ سندس ڪتابن ۾ "ايڪوئيٽيسنز"، "سوانحي تجربا"، "آپ بيتي"، "موت سان ماڻهو جو مقابلو" ۽ "سندس آخري ڪتاب "سٽيزن آف دي موو" آهي.

ٽائين بي ٻه شاديون ڪيون هيون. پهرين شادي پروفيسر گلبرٽ مري جي ڌيءُ روز لنڊ سان ۽ ٻي شادي 1940ع ۾ ويرونيڪا بولٽر سان جنهن لکڻ ۾ سندس گهڻو هٿ ونڊايو. ٽائن بي گهڻو لکڻ پڙهڻ وارو ماڻهو هو. هن ڪيترن ئي ملڪن جا دورا ڪيا ۽ ليڪچر ڏنا. ڪيترين ئي يونيورسٽين کيس اعزازي ڊگريون عطا ڪيون. 1965ع ۾ چرچل جي وفات کان پوءِ کيس "فرنچ اڪيڊمي آف مورال اينڊ پوليٽيڪل سائنسز" جو مکيه ميمبر چونڊيو ويو. هن 22 آڪٽوبر 1975ع تي وفات ڪئي.

**ٽائوٽ**: وڪيلن ڪي اصيل يعني گراهڪ هٿ ڪري ڏيندڙ دلال کي ٽائوٽ چيو ويندو آهي. هيءُ انگريزي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جيڪو هاڻي سنڌ جي عدالتي نظام ۾ رائج ٿي ويو آهي. ٽائوٽ جو ڪم، وڪيل ڪرڻ يا درخواست لکائڻ واسطي شهر ۾ ايندڙ ماڻهن کي بس جي اڏن يا ريلوي اسٽيشنن تان وٺي وڪيلن جي حوالي ڪرڻ آهي. کيس انهيءَ ڪم جي محنتاڻي عيوض ڪجهه نه ڪجهه ملندو رهندو آهي. اصطلاحي معنيٰ ۾ هي لفظ "ٽائوٽ"، ڇمچي طور به ڪم ايندو آهي.

**ٽائون** (Town): هي انگريزي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ "وڏو ڳوٺ" يا وڏي آباديءَ وارو ننڍو شهر آهي. 10 هزار ماڻهن جي آبادي رکندڙ هر شهر ۾ سرڪار طرفان، ڳوٺاڻي ترقياتي ۽ بلدياتي معاملن واري وزارت هيٺ ٽائون ڪاميٽيءَ مقرر ڪئي ويندي آهي. ٽائون ۾ زندگي جي عام واهپي جون سڀ شيون مُيسر هونديون آهن. جن ۾ تعليم، صحت، بچاءَ لاءِ اسپتالون، اسڪول، پوليس ٿاڻا، واٽر سپلاءِ ۽ ٻيون بنيادي سهولتون شامل آهن. سنڌ ۾ ٽائون ڪاميٽيءَ وارن شهرن ۾ ٽنڊو ڄام، مٽياري، سجاول، گولاڙچي، سيوهڻ، محراب پور، وارهه، ڏيپلو، اسلام ڪوٽ ۽ ٻيا شهر اچي وڃن ٿا.

**ٽائيپ جي مشين**: ٽائيپ جي مشين جو خيال انگريز انجنيئر هينري مل کي 1714ع ۾ آيو. مشين ناهڻ جي ڪوشش 1829ع تي آمريڪا ۾ وليم بريٽ ڪئي، پر سڀ کان اول استعمال جوڳي مشين 1867ع تي آمريڪا ۾ ٺهي، جنهن کي 1874ع ۾ ريمنگٽن واپاري بنياد تي ٺاهيو. ٽائيپ مشين جي ايجاد سان ٻه سماجي تبديليون پيدا ٿيون. سنڌي ٻوليءَ جي سڀ کان پهرين ٽائيپ مشين سن 1926ع ۾ ٺهرائي وئي. (وڌيڪ ڏسو: "المصطفيٰ")



**تائيفائيڊ / مدي جو بخار**: هيءُ بخار، ٻارن توڙي وڏن ۾ هڪجهڙو ٿيندو آهي. اهڙيون شيون، جيڪي صاف ڌوتل نه هجن يا جيڪي صفائيءَ سان رڌل نه هجن. خاص ڪري بيدا ۽ گوشت وغيره ته انهن ۾ مدي جي بخار جا سالمونيلا (Salmonella) جيوڙا گهڻا هوندا آهن. عام طور تي بازارن ۾ گنديون ۽ پاروٿيون شيون کائڻ سان مدي جو بخار ٿئي ٿو. اهڙين شين جي کائڻ سان جيوڙا پيٽ ۾ وڃن ٿا. پاڻيءَ جي ذريعي به مدي جو بخار پکڙجندو آهي. شروع ۾ هلڪو بخار ٿيندو آهي. جيڪو آهستي آهستي تيز ٿي 103 فارنهائيٽ تائين پهچي ويندو آهي. مدي جو بخار (تائيفائيڊ) 100 فارنهائيٽ کان گهٽ نه ٿيندو آهي. هن بخار ٿيڻ سبب سڄي بدن ۾ سور سان گڏوگڏ دست به ٿي پوندا آهن. مريض کي ڪاڏو ته وڻندو آهي ۽ الٽيون ٿي پونديون آهن. جنهنڪري ڪمزوري وڌي ويندي آهي. هن بيماريءَ جو لڏي تي علاج نه ڪيو ويو ته موت به اچي سگهي ٿو. مدي جي بخار ۾ دماغ تي اثر ٿئي ٿو جنهن ڪري بيهوشيءَ جي ڪيفيت ٿي ويندي آهي ۽ جهٽڪا لڳڻ شروع ٿي ويندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن مريض جو آندو به ڦاٽي پوندو آهي. مدي جو بخار 14 ڏينهن ۽ ڪڏهن ته 21 ڏينهن



تائين رهندو آهي. ان ڪري مريض کي ڊاڪٽر جي هدايتن مطابق دوائون استعمال ڪرڻ گهرجن. هن بخار ۾ مريض کي فقط گهٽي سٿپ ۽ مرچن کان پرهيز ڪرڻ گهرجي؛ پروٽين واريون شيون کائڻ گهرجن. جيڪڏهن صحيح علاج نه ٿيو ته ٻن يا ٽن مهينن ڪانپوءِ ٻيهر مدي جو بخار ٿيندو آهي. هن بيماريءَ کان بچڻ لاءِ بازاري شين کان پرهيز ڪري. گرمين ۽ برسات جي موسم ۾ ٽڪا هڻائڻ گهرجن.

**ٽائيم ٽيبل**: هي انگريزي ٻوليءَ جو اصطلاح آهي. جنهن جي معنيٰ ٿي 'وقت جي جدول'. جنهن جو مفهوم آهي "روزاني ڪم جي ورڇ جو نقشو." زندگيءَ جي مقصدن کي حاصل ڪرڻ لاءِ ضروري آهي ته پنهنجي روزاني ڪم، ماهوار ڪم، ساليانی ڪم، پنج سالي ڪم، ڏهه سالي ڪم جي ورڇ کي آڏو رکجي. ترقي يافته قومن وقت جي ڪلاڪن، منٽن، بلڪ گهڙين کي به عملي زندگيءَ ۾ سجايو ڪيو آهي. ڪم جي اهڙي ورڇ مان خبر پوي ٿي ته جنهن ڪم جي لاءِ ٻن سالن جو عرصو رکيو هو، سو ڪهڙي ڏاڪي تي پهتو آهي. عام زندگيءَ ۾ تعليمي ادارن، سرڪاري منصوبن، ترقياتي ڪمن لاءِ وقت مقرر ڪيو ويندو آهي. جيڪو سندن منزل ۽ مقصد تائين پهچڻ ۾ مدد ڪندو آهي.

**ٽَب**: رکڻ يا وهنجڻ لاءِ بيضوي ٿانءُ. ننڍين گهرن ۾ لوهه جا ٽب استعمال ڪيا ويندا آهن. جڏهن ته شهري ماحول وارن گهرن جي وهنجڻ خانن ۾ چيني يا خاص قسم جي مواد مان ٺهيل وڏا ٽب هوندا آهن. جن ۾ ليٽي ماڻهو وهنجندا آهن. پلاسٽڪ جا ٽب ڪپڙن ڌوئڻ لاءِ ڪم ايندا آهن.



**ٽبڪن واري ٽنڊڻي**: هي فصل لاءِ نقصانڪار جيت آهي. جيڪو بالغ ٿوڙي ان جا ٻچا پٽن کي کائي، انهن جون صرف نسون ڇڏيندا آهن. هي جيت بالغ حالت ۾ ناسي رنگ جو هوندو آهي. سندس سخت پرن تي ٻنهي پاسي ٿورا ڪارا ٽبڪا هوندا آهن. فصل کي بچائڻ لاءِ فاسٽڪ اي سي يا ڊيسس ٻي دوا جو ڦوهارو ڪبو ته هي جيت مري ويندا.

**ٽٻائڻ حوض** (Dip): مخصوص ڪيميائي دوا جيڪا پاڻيءَ ۾ ڏسيل مقدار مطابق ڳاري ويندي آهي. اهو پاڻي پوءِ جانورن (خاص طور رڍن) کي ٽٻڪائڻ واري حوض (Dipping Bath) ۾ ٽٻڪائڻ (Dipping) لاءِ ڪم ايندو آهي. هنن ٽبڪائڻ وارين دوائن ۾ ڊاءِ ايلڊرين (Dieldrin) ملايل دوائون سنگهي ۽ گندڪي دوائن کان گهڻو مفيد آهن ڇاڪاڻ ته اهي پشم سان چهنبيل رهن ٿيون ۽ رڍن ۾ لڳل گر (Strike) هٽايو ڇڏين. البت ڊاءِ ايلڊرين دوا نهايت زهريلي هئڻ سبب ممڪن آهي ته گوشت کي روڳي، سو انهي دوا تي 1966ع کان بندش پيل آهي. اڄڪلهه ٽبڪائڻ واريون دوائون گهڻو ڪري آرگنو فاسفورس (Organo Phosphorus) ڪيميائي مرڪبن مان تيار ڪيون وڃن ٿيون.

**ٽبڪو**: رياضي ۽ پيمائش ۾ ڪم ايندڙ نشان، جنهن کي "ٻڙي" به چئبو پر "ٽبڪي" ۽ "ٻڙي" ۾ گهڻو فرق آهي. "ٻڙي" خاص انگ آهي ۽ ٽبڪو "مڪان" جي ننڍي ۾ ننڍيءَ جاءِ جو خيالي نشان آهي. ٽبڪو نقطي جي علامت آهي.

**ٽٻٽو** Garganey / *Anas querquedula*: هي بدڪ جو هڪ قسم آهي، جيڪا ٽٻڻين (dabbling ducks) جي ڪٽنب مان آهي، جن ۾ *Anas clypeata* ۽ *formusa, crecca, gibberifrons, acute,* (لنگهو اليپٽ) به شامل هونديون آهن.

37-41 سينٽي ميٽر جسامت جي هن بدڪ جي نر کي اک جي مٿان ڪمان وانگر هڪ اڇي يا پوري پٽي ٿئي ٿي. هن جو مٿو ۽ ڳچي ڳاڙهسري ناسي، ڇاتيءَ جا ڪنب ناسي ۽ سرمائي ٿين ٿا. ٻين اکرن ۾ ڇاتي سرمائي تتر ڪرڙي اٿس يعني ڇاتيءَ ۾ سرمائي تتر ڪرڙي ٿئيس. اڏار ۾ نيرا سرمائي پر ۽ ان تي ويڪري اڇي

ڪناري ڏسبي آهي. ماديءَ کي اڪ وڻ ڪاري رنگ جي امتيازي پٽي ٽئي ٽي ۽ ڇهنب جي پاڙ وٽ ننڍو بيضوي نشان هوندو اٿس. پرن جا ڪنپ سرمائي ٿينس ٿا. مادي common Teal کان مختلف هوندي آهي. پيٽ ڪجهہ وڏيڪ



ٽٻڙو

اڇو ٿئيس ٿو. نر پکي جسماني نمائش وقت يا خوف مهل خشڪ ۽ تکي ٽرانڪ ڪندو آهي. مادي عام بدڪن وانگر ٽرانڪ ڪندي آهي. هيءَ بدڪ اڪثر ڍنڍن ۽ درياهن ۾ نظر ايندي آهي. ڪي هن پکيءَ کي ڪاروڙي ڪرڙو يا ڪراڙلو بہ سڏيندا آهن.

**ٽُٻڙو، ننڍو ٽُهائو** Little Grebe (Dabchick) / *Tachybaptus ruficollis*: ڍنڍن ڍورين جي دنيا جي هن پکيءَ جو بت 23 سينٽي ميٽر جسامت جو ٿيندو آهي. نر ۽ مادي هڪجهڙا ٿين ٿا. هي ننڍڙو پکي آهي ۽ ترندڙ پکين ۾ سڀ کان



ٽٻڙو ننڍو تهائو

ننڍو شمار ٿئي ٿو. بت ۾ نرم، پريل، بي پُڇو آهي ۽ هن جي ڇهنب ننڍي نوڪدار ٿئي ٿي. هن پکيءَ جا ڪنپ لڳ جي مند ۾ رنگ بدلائيندا آهن. لڳ وقت ان جا ڳل ۽ ڳچي سروٽي ڳاڙهي ٿي ويندي آهي ۽ ڇهنب جي پاڙ وٽ هيڊو نشان ظاهر ٿي پوندو آهي. لڳ کان سواءِ ٻيءَ مند ۾ هن جا ڳل ناسيڙا ڦِڪا ۽ پاسڙا ٿيندا آهن. هي مٺي پاڻي ۾ رهڻ پسند ڪندو آهي ۽ مقامي پکي آهي لڳ جي مند ۾ ان جي ٻولي تکي، لرزٽي، لهردار ۽ خطري مهل تکي "وِٽ ... وِٽ ..." وانگر هوندي آهي. اڪثر اڪيلو يا جوڙيءَ ۾ هوندو آهي ۽ لڳ جي مند ۾ آبي گاهہ ۾ رهندو آهي. ان کان پوءِ کليل پاڻيءَ تي ڍنڍن، تلائن، حوضن، ڪڏن ۽ گهٽ رفتار واري درياهہ ۾ نظر ايندو آهي.

**ٽٻڙو وڏو چوٽيں گريب** Great Crested Grebe/ *Podiceps cristatus*: سينٽي



ٽٻڙو وڏو چوٽير

ميٽر (19 انچ) جسامت جي هن پکيءَ جا نر ماد هڪجهڙا ٿين ٿا. اکيون ڳاڙهيون، مٿي تي ڪارسري چوٽي ۽ اونهاري ۾ جيڪا ان جي لڳ جي مند بہ آهي، ڪنن وٽ ۽ ڳچيءَ جي چوڌاري اخروٽي ڪنين جا ڏگها مُڇا ٿيندا آهن.

سياري ۾، هن وڏي چوٽير ٽٻڙي جي پٺي ڪارسري ناسي، پيٽ اڇو اڇا ڳل ۽ اڇي رنگ جي ڊگهي ڳچي ٿيندي آهي. هن جي ڇهنب مضبوط سنهي ڊگهي ۽ خنجر وانگر نوڪدار هوندي آهي.

هي بنيادي طرح يوريشيائي پکي آهي پر ڏکڻ آفريڪا ۽ آسٽريليا ۾ بہ لڏي لڏي مڇي، جيت ۽ ٻيا آبي جانور کائيندو آهي. ٽانگهي پاڻيءَ تي ترندڙ گاهہ جي ڍير يا پاڻيءَ جي ٻوٽن تي آکيرو ٺاهيندو آهي، جنهن ۾ مادي ٻہ ٽي آنا ڏيندي آهي.

**ٽِٻو**: واريءَ جو دڙو. ننڍي ٽِٻ. مٽيءَ جو ڍِڳ. ڪنهن ايراضيءَ جي حد پڌري ڪرڻ لاءِ مٽيءَ جي ٺهيل ڍِڳ وارو نشان.

**ٽِٻُوهي**: ضلعي عمرڪوٽ جي تعلقي ساماري ۾ هڪ ديهہ جو نالو. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

اوطاق اسماعيل پرڳڙي، بخش خان ڪپري، محمد علي خان، لطف علي پرڳڙي، عالم خان پرڳڙي، نياز علي، ميرخان، عبدالحڪيم ۽ شيرمحمد سيال.

**ٽٻوهين جي ڍنڍ**: ڪنهن وقت ۾ هيءَ ڍنڍ موجوده تعلقي ساماري ۾ موجود هئي. هن وقت ٽبوهي تعلقي ساماري جي هڪ ديهہ آهي. هڪ روايت موجب اتي ٽبوهي نالي هڪ شهر آباد هو. جيڪو هينئر بلڪل زمين دوز ٿي چڪو آهي. هن شهر جا آثار ڪيترن ئي ايڪڙن ۾ ڏسڻ ۾ ايندا هئا، اتي اڄ بہ سڪا ملن ٿا. موجوده شهر سامارو روڊ ٽبوهي جي آثارن تي ٻڌل آهي ۽ پاسي ۾ ئي ڏکڻ طرف ميل ڪن جهڪاڻ موجود آهي. جنهن ۾ برسات جي موسم ۾ ڪافي عرصو پاڻي رهي ٿو. مقامي ماڻهو ان کي ٽِبوهي جي ڍنڍ چون ٿا.

**ٽُٻي**: پاڻيءَ ۾ ٿوريءَ دير لاءِ ساهہ بند ڪري ويهي رهڻ کي "ٽُٻي" چوندا آهن. اهو عمل پاڻيءَ ۾ رهڻ وارين راندين دوران ڪيو ويندو آهي. مثال طور ترڻ، ٽُبي هڻڻ ۽ ڪُندرو راند رهڻ ۾ جيڪڏهن ساهہ بند ڪرڻ جي ورزش ڪيل هوندي تہ ڪاميابي ٿيندي. ٽوٻا، جيڪي پاڻيءَ ۾ دم پچائڻ ۾ ماهر هوندا آهن: سمنڊ مان سپن ڪڍڻ يا پاڻيءَ ۾ ڪري پيل شين يا گم ٿيل ماڻهن جي ڳولڻ جي پيشي سان وابستہ هوندا آهن. اهي بعضي ڪيترن ئي منٽن تائين بہ ٽبي هڻي سگهندا آهن. درياهہ، واهہ يا سمنڊ ۾ ٻڏل ماڻهن جو لاش ڪڍڻ لاءِ ٽوبن ڪان مدد ورتي ويندي آهي.

**ٽِپو**: ٺڪر مان ٺهيل هڪ قسم جو ٿانءُ، جيڪو قديم دور ۾ پاڻي وغيره پيئڻ لاءِ، گلاس جي بدران، ڪم ايندو هو. ان ٿانءُ کي "ڪُپو" بہ چوندا آهن. ننڍي ٽپي کي "ٽِپي" چوندا آهن. اصطلاح طور چوندا "ٽِپو اونڌو ڪرڻ".

**ٽُڻاهہ**: ضلعي نوشهري فيروز جي تعلقي پڙيا ۾ لاڪا روڊ جي اوڀر ۾، هڪ ديهہ جو نالو ڪلهوڙن جي دور ۾ هِتي دنگ نروار ڪيو ويو هو، جنهن جي اوڀر ۾ پٽون هيون. انهن پٽن کي جدا ڪري، ٻيج وارو علائقو گاهہ ۽ پوک لائق ڪري، نالو رکيو ويو "ٽُڻاهہ": يعني ٽُڻِ وارو هنڌ. هن ديهہ جي ڳوٺ نوراڻي (لاشاري) ۾ ناگور ذات جا ماڻهو رهندڙ آهن. جيڪي اصل راڄپر آهن. ٻيو ڳوٺ حاجي غلام محمد نالي سان آهي، جنهن ۾ راڄپر رهندڙ آهن. ٽيون ڳوٺ جهنڊو ناگور آهي، جنهن ۾ خاصخيلي، لاشاري ۽ حاجاڻا رهندڙ آهن.

**ٽنل ڊنل، ڍهنڊڙ پاڇولا** (ڪتاب): هي ڪتاب مشتاق احمد شوري جي ڪهاڻين تي مشتمل آهي، جنهن ۾ ٻارنهن ڪهاڻيون شامل آهن. مشتاق شوري جون ڪهاڻيون 'جديديت' ۽ 'شعور جي وهڪري' وارا لاڙا رکن ٿيون. گلشن پبليڪيشن حيدرآباد پاران هي ڪتاب 2003ع ۾ شايع ڪيو ويو جيڪو 184 صفحن تي مشتمل آهي، جلد ڪچي سان هن ڪتاب جي قيمت =/80 روپيا آهي.




**ٽٽندڙ تارا (شهاب ثاقب)**: ڪڏهن ڪڏهن آسمان تي ڪو تارو ٽٽندي نظر ايندو آهي، جيڪو هڪ روشنيءَ جي ليڪ ڇڏيندو آهي ۽ پري وڃي گم ٿي ويندو آهي. سنڌيءَ ۾ انهن کي 'پڇڙ تارا' به چئبو آهي. در اصل هي تارو نه هوندو آهي. انهيءَ جي حقيقت ڪجهه ٻيءَ طرح آهي. فلڪياتي ماهر انهيءَ کي "شهاب ثاقب" چون ٿا. هي صرف واريءَ جا ذرا يا ننڍيون پٿريون ٿين ٿيون. پڇڙ تارن مان جيڪي ذرا يا ڌاتوءَ جا ننڍا وڏا ٽڪرا ڌار ٿين ٿا ۽ سج جي چوڌاري ڦرندا رهن ٿا. تن جو تعداد تمام گهڻو آهي ۽ نظام شمسيءَ جو ڪو به حصو انهن کان خالي نه آهي. اسان جي زمين کي هر وقت انهن کي منهن ڏيڻو پوي ٿو. زمين ويجهو انهن جي رفتار اٽڪل اٺ کان پنجيتاليهه ڪلوميٽر في ڪلاڪ هوندي آهي. جڏهن ڪو ذرو انهيءَ زبردست رفتار سان داخل ٿيندو آهي ته گاٺ جي عمل سبب ان ۾ تمام گهڻي گرمائش پيدا ٿيندي آهي. انهيءَ سان ان ۾ باهه لڳي ويندي آهي ۽ زمين تي پهچڻ کان اڳ اهو ختم ٿي ويندو آهي. جيڪڏهن زمين طرف ايندڙ شهاب ثاقب هڪ



وڏو پٿر يا ڌاتوءَ جو ٽڪرو هجي ته اهو هوا ۾ ٻري خاڪ نه ٿيندو آهي، پر زور سان زمين تي ڪري پوندو آهي. دنيا ۾ ڪيترين ئي جاين تان اهڙي قسم جا پٿر مليا آهن. انهن مان ڪيترا لوهه ۽ نڪل جا ٺهيل ٿين ٿا. هيستائين مليل اهڙن ٽڪرن ۾ سڀ کان وڏو ٽڪرو آفريڪا جي ڏکڻ اولهه حصي ۾ پيل آهي. ٻيو وڏو ٽڪر 1894ع ۾ گرين لينڊ مان مليو هو هاڻي انهيءَ کي آمريڪا جي هڪ عجائب گهر ۾ رکيو ويو آهي، جنهن جو وزن ٽيهه ميٽرڪ ٽن آهي.

**ٽٽون**: ننڍي قد وارو گهوڙو، جيڪو عام چڙهيءَ جي ڪم ۾ نه ايندو آهي، پر بار برداريءَ وغيره لاءِ ڪم ايندو آهي. هن گهوڙي کي "ٽٽو" به چوندا آهن. چوڻي آهي ته "ٽٽونءَ کي تارو، تازيءَ کي اشارو".

**ٽٽيءَ ٿور**: هڪ قسم جو آبي جيت. وڇونءَ جي نموني تي پاڻيءَ جو جيت، جنهن جي وات ۾ زهر هوندو آهي؛ جتي چڪ وجهندو آهي ته اها جاءِ سُڄي پوندي آهي. حڪيم ان کي مختلف بيمارين ۾ استعمال ڪندا آهن.

**ٽپال**: هي ڳوٺ قنبر کان ڏکڻ طرف، ڇهن ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي، قنبر ڏکڻ روڊ جي اولهه کپ تي آهي. ديهه ڏيرا، يونين ڪائونسل ٻير جي هن ڳوٺ ۾ اڪثريت چانڊين جي آهي. هن ڳوٺ جي اتر ۾ لشڪري چانڊيو، اوڀر ۾ پاڳو جوڻيجا، ڏکڻ ۾ همايون خان مغيري ۽ اولهه ۾ ڏيرا ۽ پڏا ڳوٺ آباد آهن. هن ڳوٺ جا ماڻهو اوائل ۾ اولهه اتر جي ڪنڊ ۾ هڪ ڪلوميٽر تي واقع "ڏماچن جي ڳوٺ" ۾ رهندا هئا. ميرن جي اوائلي دؤر ۾ وبائي بيمارين ڪري ماڻهن اتان لڏڻ شروع ڪيو. 1785ع ڌاري اهو ڳوٺ ڦٽي ويو جنهن جا ڦٽل نشان ديهه ڏيرا جي ڳوٺ "غلام حيدر ڏيري" جي اتر ۾ ڪجهه مفاصلي تي ڏسڻ ۾ اچن ٿا. انهيءَ ڦٽل ڳوٺ جي ماڻهن جو موجوده ڏيرن جو ڳوٺ ۽ هي ڳوٺ آباد ڪيا. ميرن ۽ انگريزن جي دؤر ۾ هي ڳوٺ، ٽپال ورهائڻ جو مرڪز هو چانڊڪا پرڳڻي جي اترين علائقن جي ڊاڪ هتي آندي ويندي هئي، جا تيز گهوڙي سوارن ذريعي ڊاڪٽي سنڌ جي مختلف علائقن ڏانهن درآمد برآمد ڪئي ويندي هئي. هتي ٽپال ورهائڻ ۽ ڪجهه عرصو ڊاهي ڪرڻ لاءِ هڪ هال به ٺهيل هوندو هو جنهن کي "ٽپال هال" سڏيو ويندو هو جو انگريزن جي پچاڙڪن ڏينهن ۾ ڊهي ختم ٿي ويو. انهيءَ ٽپال هال جي اولهه ۾ هي ڳوٺ آباد هو پرياسي وارا ڳوٺ هن کي ٽپال وارو ڳوٺ ڪري سڏيندا هئا. پر هن وقت "ٽپال" سڏجي ٿو اول هتي هندو چانڊيا، ڪلهوڙا، ٽنيا، گهانگهرا ۽ منگي رهندا هئا. 25-1920ع ڌاري ٽنيا ۽ گهانگهرا هليا ويا. ٽنيا "ڏيرن" ۾ ويا ۽ گهانگهرا تعلقي قنبر جي ڳوٺ "بگي ڪهاوڙ" ۾ آباد ٿيا. هندن جي ڏينهن ۾ هي ڳوٺ چڱو وسيل هو هندو حڪمت به ڪندا هئا. بخار واري مريض کي ليمون ڪٽي، ٽانڊن تي گرم ڪرائي، ان تي ڪارا مرچ ۽ لوڻ وجهي، ان جو رس مريض کي پيئاريندا هئا. ته نئون ۽ پراڻو بخار دفع ٿي ويندو هو پري پري کان ماڻهو علاج واسطي ايندا هئا ۽ شفا پائي ويندا هئا. جيوت مل ۽ ويڙهو مل سٺا حڪيم هئا. جئومل ۽ گيمن داس هندن ۾ نيڪ مرد هوندا هئا ۽ ڪريو مل مکي هوندو هو. انگريزن جي دؤر ۾ هندن جو هتي ڪوهه به کٽايل هو جيڪو هينئر ڦٽي ويو آهي. 1939ع ۾ هندن جي قنبر شهر ۾ لڏي وڃڻ کان پوءِ هن ڳوٺ جي رونق کي وڏو ڌڪ رسيو. هينئر هن ڳوٺ ۾ چانڊيا، ڪلهوڙا ۽ منگي آباد آهن. حاجي عيدن خان چانڊيو هتان جو وڏو آهي. هن ڳوٺ ۾ محمد شاهه بخاريءَ نالي هڪ بزرگ جو مقبرو آهي، جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته هي بزرگ 20-1915ع ڌاري پنجاب مان لڏي قنبر شهر ۾ رهيو ۽ هتي گهڻو ايندو ويندو هو. 1955ع ۾ وفات ڪري ويو. وصيت موجب ڪيس هتي دفنايو ويو مقبري جي اوچائي 18 فوٽ ٿيندي.

**ٽپال ٽڪلي**: ٽپال ڪاٽي يا روينيو محصول طور استعمال ٿيندڙ ڇنڪيءَ کي ٽڪلي چئبو آهي. ٽپال جون ٽڪليون اهڙي ڪونئر لڳل ليبل وانگر آهن، جيڪي خطن يا پارسل تي لڳايون وينديون آهن. اهي ٽڪليون ان ادائيگي کي ظاهر ڪنديون آهن. جيڪا اها ٽپال پهچائڻ لاءِ ڪئي وئي آهي. ٽپال جي ٽڪلي جاري ڪرڻ جي تجويز سڀ کان پهرين برطانيا جي هڪ اسڪول ماستر رولينڊ هل 1837ع ۾ ڏني. ڪيس اهڙي بهترين ۽ قابل عمل تجويز پيش ڪرڻ تي نائٽ يا نواب جو اعزاز ڏنو ويو. اها تجويز پيش ڪرڻ کان

اٽڪل هڪ صدي اڳ يورپ جي مختلف حصن ۾ اخبارن تان ٽيڪس اوڳاڙڻ لاءِ پڻ اهڙيون ڇپيل نشانيون جاري ڪيون ويون هيون. رولينڊ هل ٽپال جي ٽڪليءَ جو تصور اتان ورتو.

رولينڊ هل جي ڏنل تجويز تي ڳوڙهي سوچ ويچار ڪان پوءِ پهرين مئي 1840ع تي برطانيا طرفان دنيا جي پهرين ٽپال جي ٽڪلي جاري ڪئي وئي. جنهن جي قيمت هڪ پيني (سڪو) هئي. ان ڪري ان ٽڪليءَ کي سڏيو ٿي Penny Black ويو. ان تي راڻي وڪٽوريا جو پورٽريٽ ڇپيل هو. ان کان پوءِ برطانيا ۾ جيڪي به ٽپال جون ٽڪليون جاري ٿيون. انهن تي ان دور جي شاهي حڪمران جا پورٽريٽ ڇپيل هئا. 8 مئي 1840ع ۾ ٻه پينس جي هڪ ٻي ٽڪلي جاري ڪئي وئي. جنهن تي راڻي وڪٽوريا جو نيرو پورٽريٽ ڇپيل هو. اهي ٻئي ٽڪليون ايترو ته مقبول ٿيون. جو ماڻهن نه صرف انهن کي ٽپال جي استعمال لاءِ خريد ڪيو پر ڪيترن ماڻهن اهي يادگار طور پاڻ وٽ رکڻ لاءِ خريد ڪيون. تڏهن کان ئي ٽڪلين کي وندر طور گڏ ڪرڻ جي شروعات ٿي.




1860ع تائين ٽپال جون ٽڪليون برطانيا ۾ ڪاميابيءَ سان استعمال ٿينديون رهيون. جنهن کي ڏسي ٻين ملڪن به ٽپال جون ٽڪليون جاري ڪرڻ شروع ڪيون. برطانيا جي جاري ڪيل ٽڪلين وانگر انهن ٽڪلين جي ڊزائين به ساڳي رکي وئي ۽ انهن تي گهڻو ڪري ملڪي سربراهن جون تصويرون ڇپيل هونديون هيون. يا قومي نوعيت جي تصوير ڪشي ٿيل هوندي هئي. اڳتي هلي ڪن خاص ۽ اهم موقعن ۽ واقعن جي مناسبت سان پڻ ٽڪليون جاري ڪيون ويون.

آمريڪا ۾ سڀ کان پهرين سرڪاري طرح ٽپال جون ٽڪليون 1847ع ۾ جاري ڪيون ويون. جن مان 5 سينٽ جي ٽڪليءَ تي بنجامن فرينڪلن ۽ 10 سينٽ جي ٽڪليءَ تي پهرئين صدر جارج واشنگٽن جا پورٽريٽ ڇپيل هئا.

**مشهور ٽڪليون:** هڪ سينٽ جي اڻ ڪندي ٽڪلي، جنهن تي "ڊيمپيرا" (هاٿوڪوجارج ٽائون) 4 اپريل 1856ع لکيل هو اها دنيا جي سڀ کان قيمتي ۽ مشهور ٽڪلي ثابت ٿي. چا ڪاڻ ته 1980ع ۾ نيويارڪ ۾ ٿيل هڪ نيلام ۾ اها 9 لک، 35 هزار ڊالرن ۾ وڪامي وئي. ان وقت تائين وڪرو ٿيل ٽپال جي ٽڪلين ۾ اها گهٽي ۾ گهٽي قيمت ۾ وڪامجندڙ ٽڪلي هئي. ان کان پوءِ 1989ع ۾ چئن ٽڪلين جو هڪ بلاڪ 10 لک ڊالرن ۾ نيلام ٿيو اها ان وقت تائين آمريڪا ۾ عام نيلام وسيلي وڪرو ٿيل ٽڪلين ۾ گهٽي ۾ گهٽي قيمت هئي. ڪنهن هڪ ئي واقعي جي يادگار طور مختلف ٽڪليون جاري ٿين. تن کي Omnibus Stamps سڏيو ويجي ٿو هيستائين دولت مشترڪ پاران Omnibus ٽڪلين جو سڀ کان گهڻو تعداد جاري ڪيو ويو آهي. انهن مان 1935ع جي جارج پنجون سلور جوبلي سيريز ۽ هڪ ٻي سيريز 29 جولاءِ 1981ع ۾ شهزادي چارلس ۽ ليڊي ڊائنا جي شاديءَ جي يادگار طور شروع ڪئي وئي.

**ٽپال جون ٽڪليون گڏ ڪرڻ، هڪ شوق، هڪ وندر:** ٽپال جون ٽڪليون گڏ ڪرڻ دنيا جي ماڻهن جو هڪ وڏو شوق ۽ وندر پڻ آهي. هن وقت دنيا ۾ ڪروڙين ماڻهو پنهنجي ان شوق ۽ ذوق جي تسڪين لاءِ ٽڪليون گڏ ڪن ٿا. انهن ٽڪلين ۾ تاريخي ريڪارڊ، جاگرافي، سياست، آرٽ ۽ انساني تهذيب جي انيڪ رخن کي ظاهر ڪندڙ مواد شامل هوندو آهي.

**تنظيمون ۽ اشاعتي ادارا:** جانس ٽائون (پينسلوانيا) ۾ آمريڪن ٽاپيڪل ايسوسيئيشن، آمريڪا ۾ ٽڪليون گڏ ڪندڙن جي وڏي ۾ وڏي تنظيم آهي. ان تنظيم پاران "ٽاپيڪل ٽائيم" نالي هڪ ماهوار رسالو پڻ شايع ڪيو وڃي ٿو ۽ خاص هينڊ آئوٽ پڻ جاري ڪيا وڃن ٿا. اولهه ۾ ٽڪليون گڏ ڪندڙن جي سڀ کان وڏي تنظيم جو نالو "آمريڪن فلاٽيلڪ سوسائٽي (APS) آهي، جيڪا اسٽيٽ ڪاليج پينسلوانيا ۾ آهي. هن تنظيم پاران هڪ ماهوار رسالو پڻ شايع ڪيو وڃي ٿو.

"سنڌ ڊاڪ" جي نالي سان ٽپال جو ڪاتو سر بارٽل فريئر جي دور ۾ شروع ٿيو ۽ پهرين جولاءِ 1852ع تي پهرين ٽڪلي جاري ڪئي وئي ۽ سال 1854ع ۾ سڄي هندستان ۾ ٽپال موڪلڻ لاءِ ٽڪليءَ جو استعمال باقاعده شروع ڪيو ويو. اهي ٽڪليون برٽش ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ طرفان جاري ڪيون ويون هيون. جيڪي دي لارا نالي ڪلڪتي جي هڪ پريس ۾ ڇپيون هيون.

**ٽپال سرشتو ۽ سنڌ:** ماضيءَ ۾ جڏهن سفر جون جديد سهولتون موجود نه هيون، تڏهن سواري ڪٺڻ سان گڏ، ٽپال جو ڪم پڻ اوٺي/ اوٺار ڪندا هئا. اهي جَتَ جيڪي پلن اُٺن تي چڙهي، گهٽ ۾ گهٽ وقت ۾، هڪ ڪان ٻئي هنڌ تائين پيغام پهچائيندا هئا، انهن اوٺين کي "ريهارو" سڏيو ويندو هو.

اُن وسيلي سفر طئي ڪري، پيغام رسائڻ جي حوالي سان، اوٺين "پيغام رساني" جو ڌنڌو اختيار ڪيو، جن کي "ريهارو" يا "ريهاري" چيو ويو. سنڌ سان لاڳاپيل تاريخ جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته هر دور ۾، سنڌ ۾ ٽپال جو نظام مختلف نمونن ۾ ضرورتن مطابق جاري رهندو آيو آهي.

عربن کان اڳ سنڌ تي برهمڻن جي حڪومت هئي، مولائي شيدائي جي "جنت السنڌ" مان پتو پوي ٿو ته حڪمران "چچ"، ٻڌ ڌرم جي پوئلڳ جاتين، لوهاڻن ۽ جاٽن سان، روزمره جي زندگي ۽ ڪار وهنوار ۾ سخت قانون لاڳو ڪيا. مثال طور:

"جاسوسي ۽ قاصدائيءَ جو ڪم بجا آڻڻ، جنهن ڪم تي مقرر ڪجن، سو سچائي سان ڪن".

عربن سنڌ کان دارالخلافه (گاديءَ واري هنڌ) تائين واپسي سفر لاءِ سُونهان (Guides) مقرر ڪيا. "لُب تاريخ سنڌ" ۾ ڄاڻايل آهي ته لهاڻن، سهتن، ماڇين، ڪوريجن وغيره کان سونهپ جو ڪم ورتو ويو.

ٽپال سان لاڳاپيل قاصدن يعني پنڌڙين جو ذڪر اسان کي "تحفته الڪرام" ۾ پڻ ملي ٿو:

چون ٿا ته (انهن ڏينهن ۾) احوال ستين ڏينهن پهچندو هو حُجاج تڪا ڊوڙندڙ ماڻهو هڪ ٻئي جي ڪَي، اهڙي طرح ڊوڙائيندو هو جو سنڌ کان بغداد تائين مفاصلو ستن ڏينهن ۾ طئي ڪري، هڪ ٻئي کي روزانو خبرون پهچائيندا هئا."

عربن جي حڪومت واري دور ۾ سنڌ ۾ ٽپال جي باري ۾ معلومات ملي ٿي. "جنت السنڌ" مطابق: "عربن جي ڏينهن ۾، ٽپال ڪاتو 'بُريد' سڏبو هو هر هڪ منزل تي ٻارنهن ميلن ڪانپوءِ تيز رفتار گهوڙا حڪومت پاران

مقرر هئا. صوبن جو احوال قاصدن ذريعي مرڪزي حڪومت کي ملندو هو. فتح سنڌ جو نقشو حجاج بن يوسف ٿي رٿيو هو. محمد بن قاسم سندس حڪمن جي پيروي ڪندو هو. ان قسم جا احڪام وٽس ٽپال رستي پهچندا هئا. ٽپال کاتي جو وڏو عملدار "صاحب بُريد" سڏبو هو.

سنڌ تي ارغونن، ترخانن، مغلن واري دورِ حڪومت ۾ پيغام رساني يعني ٽپال جو ڪم گهوڙيسوار قاصدن جي وسيلي هلندو هو.

اڳاٽي زماني کان، سنڌ ۾ حڪومت جي ڪاروبار هلائڻ لاءِ خاص ڪري جنگ دوران، قاصدن ۽ ايلچين ذريعي زباني پيغام يا خط اُماڻيا ويندا هئا. مرزا شاهه حسن جي دور ۾ ڪَڇَ جي راءِ ڪنگهار ڏانهن لکيل سندس خط جو ذڪر ملي ٿو.




مغلن جي ڏينهن ۾ رائجُ ٽپال سرشتي جو احوال، مولائي شيدائي، پنهنجي ڪتاب "جنت السنڌ" ۾ هن ريت ڪيو آهي: "ٽپال" جو انتظام 'هرڪاري' ذريعي هلندو هو. هر هڪ پرڳڻي ۽ شهر جو احوال 'واقعه نويس' لکي دهليءَ کي پهچائيندا هئا. احمدآباد ۽ ٺٽو سڄي هندستان ۾ واپار ۽ صنعت جا مرڪز هئا. ٻنهي شهرن ۾ تجارتي سهوليتن لاءِ هفتيوار ٽپال جو انتظام رکيل هو. ٺٽي کان ڀُڄ، مانڊوي، گجرات، مارواڙ، پالي، جيسلمير ۽ آگري ڏانهن رستا ويندا هئا. سباڻ مانرڪ، ٺٽي کان آگري، جيسلمير جي رستي کان پهتو هو. هڪڙو رستو، ٺٽي ۽ ننگرپارڪر کان ويندو هو. هر هڪ تجارتي قافلي ۾ تقريباً پندرنهن سو اٺ مال کڻندا هئا."

سنڌ تي تغلق گهراڻي جي حڪومت نَون سلطانن تي مشتمل 720 هه/ 3121ع کان 802 هه/ 1399ع تائين رهي. سندن دور حڪومت ۾ ٽپال جي نظام متعلق، مولائي شيدائي "جنت السنڌ" ۾ لکي ٿو: "تغلق سلطانن جي ڏينهن ۾ ٽپال جو پورو انتظام هو. جهڙو اڳ ڪڏهن به نه ٿيو ٽپال جا قسم هئا: (1) اولاق يعني گهوڙيسوار ٽپالي، (2) شترسوار ٽپالي، (3) پيادا ٽپالي ۽ (4) ڪبوتر. ابن بطوطه جي سفرنامي ۾ ٽپال جي سرشتي جو تفصيل سان بيان ڏنل آهي. دولت آباد ۾ قيام جي زماني ۾، روزانو بادشاهه وٽ ٽپال رستي پيئڻ لاءِ گنگا جو پاڻي پهچندو هو. ٽپال لاءِ چوڪيون مقرر هيون، جي جبوترن وانگر هيون. ٽپالين معرفت بادشاهه وٽ خراسان جا ترَ ۽ تازا ميوا پهچندا هئا. عربي ۽ فارسي ۾ تحرير جو رواج هو."

ميرن جي دربار ۾ جيڪي خط پهچندا هئا، انهن کي پڙهيو ويندو هو ۽ انهن خطن تي احڪام جاري ڪيا ويندا هئا. جيمس برنس (James Burnes) "سنڌ جي دربار" ۾ لکي ٿو: "مير پنهنجو ڪاروبار پرڀات کان ئي ڪلاڪ اڳ شروع ڪندا آهن. جيڪي خط رات يا اڳئين ڏينهن تي آيل هوندا آهن، سي هنن اڳيان ڍڳ ڪري رکيا ويندا آهن. ياراهين بجي تائين خطن پڙهڻ، انهن تي حڪم ڪرڻ ۽ ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾ وقت صرف ڪيو ويندو آهي ۽ پوءِ ناشتي لاءِ اٿندا آهن."

رپورٽنگ جي حوالي سان ميرن/ ٽالپرن جي عهد حڪومت ۾، ٽپال جو سرشتو هن طرح هو: "هر هڪ شهر مٿان عدالت لاءِ قاضي، شهر جي حفاظت لاءِ ڪوٽوال ۽ قلعن مٿان قلعيدار مقرر هئا. ڪوتوالن ۽ قلعيدارن وٽ فوجي دستا رهندا هئا. اهي مرڪزي حڪومت کي رپورٽون پهچائيندا هئا ۽ بعض اهم معاملن ۾ دربار کان اجازت ۽ صلاح وٺندا هئا."

هن ننڍي کنڊ جي آزاديءَ لاءِ جيڪا تحريڪ هلائي وئي ۽ جنگ لڙي وئي، تنهن ۾ سنڌين ڀرپور حصو ورتو. تحريڪ آزادي ۾ سنڌن فعال ڪردار ڪي، آزادي جي لاءِ لڙيل جنگين جي تاريخ ۾، سونهري اکرن ۾ لکيو ويندو. "حُر تحريڪ" ۽ "ريشمي رومال تحريڪ" جي حوالي سان اسان کي "پيغام رساني" يعني پيغام رسائيندڙ قاصدن جو ذڪر ملي ٿو.

سنڌي سورهين، دشمنن جي حڪمت عملي کي ناڪام بنائڻ لاءِ، منظم نموني پنهنجي ساٿين کي گهڙي گهڙي جو حال احوال ڏيڻ وٺڻ لاءِ، اشارن، نشانين، خاص ڳجهه لفظن ۽ فقرن (Code Words) ذريعي، پنهنجي پيرڙين جي مدد سان پيغام رسائڻ ۽ وصول ڪرڻ جي سلسلي ۾، "پيغام رساني" يا "ٽپال" جو هڪ ڪامياب ۽ مؤثر طريقو ايجاد ڪري ورتو. جنهن اڳتي هلي سنڌ جي ٽپال سرشتي ۾ سڌارن جي راهه هموار ڪئي.

هندستان ۾ آزادي لاءِ هلايل تحريڪ ۾، سنڌ جو ڪردار اهم رهيو آهي. انهن تحريڪن جي حوالي سان اسان کي "ٽپال" جي باري ۾ انتهائي قيمتي ڄاڻ ملي ٿي. "ريشمي رومال" تحريڪ هلائڻ لاءِ تحريڪ جي پيغامن پهچائڻ لاءِ پيلي رنگ جي ريشمي ڪپڙي مان تيار ڪيل رومالن تي ڳجها پيغام لکيا ويندا هئا ۽ انهن رومالن کان خطن جو ڪم ورتو ويندو هو.

انگريز سرڪار جي سي. آءِ. ڊي، جاسوسي اداري، جي رپورٽ مطابق انگريز حڪومت خلاف جيڪو منصوبو ٺاهيو ويو ۽ جيڪي خط لکيا ويا هئا، اهي مولانا عبيدالله سنڌي پنهنجي سنڌي سڄاڻ دوستن جي صلاح مشوري سان لکيا. انهيءَ ڪري مولانا سنڌي کي، ريشمي رومال تحريڪ جو باني سمجهيو/ سڏيو وڃي ٿو.

انگريزن 1843ع ۾ سنڌ تي قبضو ڪري، ان کي "بمبئي" سان ملائي ڇڏيو. انهيءَ ڪري، انتظامي لحاظ کان، "سنڌ" بمبئي جو هڪ پرڳڻو بنجي ويئي ۽ انهيءَ ڪري، سنڌ جو بمبئي سان لاڳاپو وڌيو. انگريزن پنهنجي دور حڪومت جي شروعات ۾ ئي، سنڌ ۾ تعليم سان گڏ، ٽپال جي سرشتي ۾ سڌارا آندا. جيئن وڏن ماڻهن، سيٺين سان گڏ عام ماڻهو به فائدو وٺي سگهن. اوائل ۾ سيٺيا ۽ سگهر ماڻهو پنهنجو قاصد اماڻي حال احوال وٺندا هئا. پر عام ماڻهو اهڙي سهوليت کان وانجهيل هئا.

ٽپال جي سرشتي کي سڌارڻ جي ضرورت جي پيش نظر، ضروري تبديلين لاءِ، سڄي هندستان ۾، پهريون تجربو، سنڌ ۾ ڪيو ويو. جتي پراڻي طرز جو ٽپال سرشتو قديم زماني کان جاري رهندو آيو هو. سنڌ ۾ ڪيل ڪامياب تجربي کانپوءِ انهيءَ سرشتي کي ساري هندستان ۾ لاڳو ڪيو ويو. اها ڄاڻ اسان کي ڊاڪٽر ڊيوئارٽ جي مضمون "سنڌ جو ٽپال سرشتو" مان ملي ٿي.

ڊاڪٽر صاحب لکي ٿو: ”اڄ جو ٽپالي سرشتو انگريزن جي راڄ ۾ سڌاريو ۽ سڌو ڪيو ويو آهي. اها سنڌين لاءِ فخر جي ڳالهه چئجي جو هن سرشتي جو پهريون تجربو سنڌ ۾ ڪيو ويو ۽ بعد ۾ سهولت ثابت ٿيڻ تي هند سرڪار ساري هندستان لاءِ سنڌ جي نموني وارو ٽپال جو سرشتو جاري ڪيو.“

انگريزن جي اوائلي دور ۾، خشڪي رستي، ڪراچيءَ کان بمبئي ويندڙ ٽپال، ٺٽي کان ٿيندي ويندي هئي. ڪراچيءَ کان ٺٽي تائين ٽپال پهچائڻ جو ٺيڪو ”جوکين“ کي ڏنو ويو.




ارڏا اڙانگ، جانٺا جوپ، هَڏ ڪاٺ وارا جوکيا، سخت جان هئڻ سبب، ڊوڙڻ جا چوها، ٽپال جون ڳوٿريون ساڻ کيو ڪراچيءَ کان ٺٽي واري رستي تان، موج مستيءَ ۾ گهوگهاٽ ڪندا، ڄٽڪ ڊوڙ پچائيندا، اڏامندا نظر ايندا هئا. ڊاڪٽر ڊيوئارٽ جي ڏنل ڄاڻ مطابق، اهي جوکيا ٽپالي ڪجهه هن ريت پهرايل هوندا هئا: ”شڪل جا شوخ، ڪارين سونهارين سان، جسم تي سفيد قميص، سوسني سلوار ۽ سوائي پڳ ۽ ڪمر تي ڪمربند جڪڙيل هوندو هون، هَٿ منجهه نيزو ننڍين گهنڊڙين سان جڙيل، پڻ سان ڪٽندا هئا.“

روزانو پنجين بجي تائين، ڪراچي پوسٽ آفيس وارا ٽپال وصول ڪندا هئا ۽ ان ڪانپوءِ پوسٽل رسيورن يعني ٽپال جي دٻن مان ڪڍيل ٽپال، اڃي هڪ هنڌ گڏ ٿيندي هئي. اهڙي طرح هڪ جاءِ ٿيل ٽپال، ڇانٽي، جدا جدا پئڪيٽن ۾ وڌي ويندي هئي. خطن جون باقاعده داخلائون پوسٽ آفيس جي رجسٽرن ۾ ڪيون ويندون هيون. پئڪيٽن کي سيل مهر ڪري، انهن کي مضبوط ڳوٿرين ۾ بند ڪري، ڳوٿرين کي پڻ سيل مهر ڪري قاصدن جي حوالي ڪيو ويندو هو اهي ٽپالي قاصد، ٽپال جون ڳوٿريون ساڻ ڪري، ڪراچيءَ کان ٺٽي تائين پهچائيندا هئا. ٽپال واري رستي کي وچوٽين يا دمن يا ساهين ۾ ورهايو ويو هو اهي گامڙيا يا پنڌڙيا قاصد، ٽپال جون ڳوٿريون پٺي سان لائي، نيزو هٿ ۾ ڪٽي، پيرين پنڌ ڪري، چوها پچندا، هڪ دم يا ساهي کان ٻئي دم يا ساهي تائين وچي ٽپال رسائيندا هئا. سهوليت خاطر، ٻن ساهي جي وچ وارو مفاصلو وري اڌ دمن يا اڌ ساهين ۾ ورهايل هو.

ڪراچي کان رواني ٿيل ٽپال، هن طرح ٺٽي کان ٿيندي، بمبئي پهچندي هئي. ڪراچي کان بمبئيءَ تائين ٽپال پهچائڻ لاءِ پنڌڙين ٽپالين (Mail Runners) جي حد، هڪ اڌ دم يعني ساهيءَ کان وٺي، ٻئي اڌ دم يا ساهيءَ تائين هوندي هئي، جتي ٻيو قاصد انتظار ۾ تيار هوندو هو پهرين ڊوڙندڙ کان ٽپال جي ڳوٿري وٺي، ڊوڙندڙ ٽپال وچي ٺٽين اڌ دم تي موجود قاصد جي حوالي ڪندو هو اهڙي طرح، ٽپال جون ڳوٿريون، قاصد کان ٻئي قاصد تائين، ٻئي کان ٽئين ۽ ٽئين کان چوٿين مطلب ته قاصدن هٿان، ساهين پٺيان ساهين وسيلي، ٽپال ٿيندي، ٻئي ڏينهن تون يعني ٺٽي تائين رسنديون هيون. جتي سنڌ جي اندرين حصن کان آيل ٽپال بمبئي ويندڙ ٽپال وارين ڳوٿرين سان ملائي ويندي هئي. ٽپال ڳوٿرين جي روانگي ٿيڻ سان، ساهين/ دمن جو سلسلو ساڳي طرح جاري رهندو هو.

بمبئي پهچڻ بعد، ڳوٿريون کولي، ٽپالي ڇانٽي، تڪ تڪ جي ٽپال الڳ ڪري، ورهائڻ لاءِ مقرر ڪيل قاصدن يعني ٽپالين جي حوالي ڪئي ويندي هئي. ڳوٿرين ۾ پونڌڙ ٽپال ٽن قسمن ۾ ورهائي ويندي هئي: هڪڙا اهي جن تي لڳل هو ’مفت يا سرڪاري خط‘، ٻيا اهي جن تي لڳل هو ’پئسا ڏنل‘ ۽ ٽيان ’بيئرنگ خط‘.

مٿي ذڪر ڪيل ٽپال پهچائڻ وارن، ڪراچي کان بمبئي ٽپال کڻي ڊوڙندڙ قاصدن جي تڪليفن جو ذڪر ڊيوئارٽ صاحب هن طرح ڪيو آهي: ”تڏهن به ٽپال سرشتو خوف کان خالي ڪين هو، ڊپ ته هميشه هوندو هو ۽ سلامتي پڻ اهڙي ڪا نه هئي... ڪهڙو به اهنج، ڊڪندڙن کي ڊاهي ۽ روڪي ٿي سگهيو هوائي تبديلي هڪ طرف، رستي جا اهنج ٻئي طرف، چور ڌاڙوءَ جانور سڀ ٽپال پهچڻ جي ناسلامتي جو ڪارڻ ٿي، ٿي سگهيا.“

”مثال ونجي ته ٺٽي کان ٻُج تائين رستو سنڌو نديءَ جي شاخن سان جهنجهيل هوندو هو ۽ ڊڪندڙ کي ڇهه پتڻ پار ڪرڻا پوندا هئا. هر هڪ پتڻ تي ٽڙڪائو ٻيڙين يا ڪاٺ جي سنهن بندن جي حوالي ٿيندي هئي ۽ غرق ٿيڻ جو وڏو امڪان هوندو هو مينهوڳي ۽ ٻوڏ وقت تڪليفون تهائين تيز ٿينديون هيون. ٻوڏ ۾ گس، گپ ۾ گم ٿيڻ سبب ڊوڙندڙ وڏو رستو ونڊندا هئا. وري لڪپٽ بعد هو ڪڇ جو رڻ، سڄا سارا پنج ميل پنڌ، چڪڻ ۽ ٻوڻن سان ڇانيل، بلڪل اهنجي مسافري هئي...“




تاريخ ”سنڌ جي دربار“ ۾ هڪ تاريخي شاهي خط جي حوالي سان، قاصدن جو ذڪر هن ريت ڪيو ويو آهي: ”جڏهن صاحب بهادر جو خط افغانستان ۾ پهتو، تڏهن ڪابل ۾ حالتون بدلجي ويون هيون. قاصد جنهن جي هٿان هي خط موڪليو ويو هو تنهن کي رنجيت سنگهه جي فوج رستي ۾ گرفتار ڪيو هو ۽ هو ڪيترا هفتا انهن جي قيد ۾ هو.“

شروعات ۾، سنڌ جي گاديءَ واري شهر ڪراچي ۾ ٻين برک شهرن جهڙوڪ: حيدرآباد، شڪارپور، سکر، نوابشاهه وغيره ۾ ٽپال گهر کوليا ويا ۽ اتي ”ٽپال جا دٻا“ (Letter Boxes/ Postal Receivers) لڳايا ويا، جتي آسانيءَ سان خط ٽپال جي دٻن ۾ وجهي سگهبا هئا. البت جتي اجا اها سهوليت مليل نه هئي، اتي اهو مسئلو موجود هو ته خطن کي ٽپال گهرن تائين ڪيئن پهچائجي. واپاري ۽ سيٺيون ته پنهنجي نوڪرن، منشين ۽ گماشتن ذريعي پنهنجا خط پوسٽل رسيور ۾ اماڻي ڇڏيندا هئا. انهي ڪري گهٽي پنڌ ۽ تڪليف کان بچڻ خاطر، خطن موڪلڻ وارا پاڻ ۾ گڏجي، ڦوڙي ڪري، ڪو ماڻهو ٽپال گهر تائين موڪليندا هئا. جيڪو سندن خط ٽپال خاني تائين پهچائيندو هو.

انهيءَ کان علاوه ”ڪلبنگ سسٽم“ موجود هو، جنهن مطابق جيڪڏهن ڪو ايجنٽ بمبئي کان خط گهرائيندو هو ته هو هڪ ئي لفافي ۾ پنجن جدا جدا ماڻهن جا خط وجهي بمبئي روانو ڪري سگهندو هو.

1815ع ۾ سنڌ جي ڪمشنر سر بارٽل فريئر ٽپال جي سڌاري لاءِ نئون ”پوسٽل سسٽم“ يعني ٽپال سرشتو شروع ڪرايو. ”هر هڪ ضلعي جا مکيه شهر، ضلعي جي هيڊڪوارٽر سان ڳنڍيا ويا ۽ ضلعي هيڊڪوارٽر وري پاڻ ۾ ڳنڍيا ويا.

سر بارٽل فريئر جي رهنمائي ۾، نئين ”سنڌ ڊاڪ ٽڪلي“ ٺاهي وئي، جنهن جي قيمت ان دور ۾ ”اڌ آنو“ هئي. جڏهن ته رپئي جو ملهه سورنهن آنا هوندو هو.

ڪراچي جي پوسٽ ماسٽر، مسٽر ايڊورڊ ليس ڪافي جي مدد سان، سر بارٽل فريئر صاحب سنڌ جي ڪمشنر، ’سنڌ ڊسٽرڪٽ ڊاڪ‘ ٽڪليءَ جي ڊزائين ٺاهي... نئين ٽڪلي ايراضيءَ ۾ ننڍي هئي... گول جي سِڌي ماپ انچ ٻه مس هئي ۽ ڊزائين ۾ ٻه سنواٽي ۽ سولي هئي، ٽڪليءَ جي قيمت اڌ آنو هئي. ٽڪليون روينيوءَ پوليس آفيسرن ۽ ضلعي جي شهرن جي مکين ۽ چوڌرين وٽ ميسر هونديون هيون ۽ کين هدايت هئي ته عام ماڻهن کي سهولت سان ڏين. ماڻهن کي بازارن ۾ اعلان رستي واقف ڪيو ويو ته خانگي خط، سنڌ جي هر ڪنهن پاڳي ۾ نيا ويندا. فقط تڏهن جڏهن موڪليندڙ مٿن اها نئين ٽڪلي لڳائيندو. آفيسرن کي آرڊر هو ته هو خانگي خطن وٺڻ کان انڪار نه ڪن ۽اهي خط وٺي پنهنجي سرڪاري ٽپال سميت چئن مان ڪنهن ٻه هڪ ڊويزنل پوسٽ آفيس ڏي ڏياري موڪلين.“

ٽپال جي هن ”سنڌ ڊاڪ سرشتي“ کي رائج ڪرڻ ۽ عام ماڻهن جي سهوليت لاءِ مکيه هنڌن تي اعلان ڪرايا ويا ته عام ماڻهو لفافي تي سنڌ ٽپال ”ٽڪلي“ لڳائي، سنڌ ۾ جيڏانهن ٻه چاهين، خط موڪلي سگهن ٿا. اهي ٽڪليون سرڪار جي ڪاردارن يعني روينيون آفيسرن، پوليس آفيسرن ۽ ضلع هيڊڪوارٽر جي مکيه ماڻهن وٽان ملي ٿي سگهيون. ٽڪلي لڳل خط، انهن آفيسرن کي وٺڻا هئا، جڏهن ته خطن کي پهچائڻ لاءِ سرڪاري قاصد مقرر ڪيا ويا. ٽپال خرچ جي اڳهن/ نرخن کي گهٽائڻ سان، خطن جو تعداد وڌندو ويو ۽ عام ماڻهن کي ڏاڍو فائدو رسيو. استعمال ڪيل ٽڪلي کي خارج ڪرڻ لاءِ ڪنهن سِڪي جي ڪنڊ، مس ۾ ٻوڙي لڳائڻي پوندي هئي.

1854ع ۾ نئون پوسٽ آفيس ائڪٽ پاس ٿيو. ”سنڌ ڊاڪ سرشتو ڪامياب ويو ۽ سنڌ ۾ ڪيل تجربو ان جو بنيادي سبب هو. امپريل گزيٽيئر آف انڊيا مطابق: ”ڊپٽي پوسٽ ماسٽر جنرل جي اختيار هيٺ سنڌ ۽ بلوچستان جي ڳپل حصي تي مشتمل پوسٽ سرڪل قائم ڪئي ويئي.“

انگريزن جي دور ۾ ان وقت تائين، ريلوي لائين نه هئڻ سبب، روڊ رستي نئي ڪان ٿيندو، سنڌ جي گاديءَ واري شهر ڪراچي وڃڻو پوندو هو.

مٿي ڏنل احوال مان معلوم ٿئي ٿو ته عيسوي اڻويهين صديءَ ۾ ٽپال جو اهو سرشتو جيتوڻيڪ اهنجو، غير محفوظ ۽ خطرناڪ هو پرپوءِ ٻه ماڻهن لاءِ هڪ وڏي نعمت هو.

1857ع ۾ پهريائين ڪراچي کان ڪوٽڙي تائين ۽ پوءِ ڪوٽڙي کان ملتان تائين، سنڌو درياهه جي ڪابي ڪناري تي، ريل گاڏي هلائي وئي، جنهن ڪري مسافريءَ جي سهولت سان گڏ ”ٽپال“ جي سرشتي ۾ آساني پيدا ٿي وئي.

1874ع ۾ ريل گاڏي جي رستي کي ملتان تائين وڌايو ويو. انگريزن جي دور حڪومت ۾ ٽپال جي سرشتي ۾ ڪافي سڌارا آندا ويا. ٽپال ڪيل پيغامن، خط ياپارسل کي ”ٽپال يا ڊاڪ“ (Post/ Mail) سڏيو ويو اهڙي طرح ٽپال هڪ هنڌ گڏ ڪري، ڏنل ائڊريس تي رواني ڪرڻ واري جاءِ کي ٽپال گهر يا ڊاڪ خانو (Post Office) ڪوٺيو ويو. موڪليل ٽپال يعني تحريري پيغامن يا خبرن/ اطلاعن، خطن، چلين چپاٽين (Letters) ۽ پارسلن کي گهربل ماڻهن تائين پهچائڻ واري کي ٽپالي (Post Man) جو نالو ڏنو ويو. امپيريل گزيٽيئر ۾ شايع ٿيل انگن اکرن مطابق ٽپال گهرن جو تعداد هن طرح هو:

1880-81ع ۾ 85، 1890-91ع ۾ 127، 1900-01ع ۾ 168، 1903-04ع ۾ 193 هو. جڏهن ته ٽپال جي ڊبن جو تعداد 1880-81ع ۾ 29، 1890-91ع ۾ 85، 1900-01ع ۾ 200، 1903-04ع ۾ 212 هو.“

”هندستان جي انگريز سرڪار 1898ع ۾ ڇهون نمبر ائڪٽ، ”پوسٽ آفيس ائڪٽ 1898ع جاري ڪيو“

پاڪستان ٺهڻ ڪانپو 1961ع ۾ 1898ع واري پوسٽ آفيس ائڪٽ ۾ ترميمون ڪيون ويون. 31 آگسٽ 1968ع تي پوسٽ آفيس ”مئنيوئل“(جلد پهريون) شايع ڪيو ويو.

ريلوي انجڻ ۽ آٽوموبائيل جي ايجاد ڪانپوءِ سفر سان گڏ ٽپال جي نظام ۾ سڌارو آيو. بجلي جي ايجاد ڪانپوءِ، ”تار“ (Telegraph) کي دريافت ڪيو ويو. تار رستي، وڏ ۾ وڏ مفاصلن ڏانهن، گهٽ ۾ گهٽ وقت ۾ پيغام موڪليا ۽ وصول ڪيا ويندا هئا.



انهيءَ کان علاوه، ٽيليفون رستي گفتگو جو طريقو (Telephony) ۽ تار رستي مختصر نموني ۾ خبرون موڪلڻ جو طريقو (Wireless Telegraphy) ۽ ڏورانهن ملڪن سان بين الاقوامي سطح تي Wireless Lines ذريعي رابطي ڪرڻ وارو طريقو (Telecommunication) ۽ ٻين اهڙين سهوليتن سبب، دنيا جا ملڪ ۽ قومون/ ماڻهو هڪ ٻئي کي ويجهو اچي چڪا آهن. دنيا جا مفاصلا گهٽجي رهيا آهن. آب دوز ڪشتي يعني Submarine ذريعي سمنڊ اندر، تار (Wire/ Cable) وڇائي دنيا جي مختلف هنڌن ڏانهن پيغامن موڪلڻ جي سهوليت ميسر ٿي. ان بعد اليگزينڊر گرهام بيل (Bell) ٽيليفون ايجاد ڪئي ۽ ٽيلي مواصلات جي نظام ۾ انقلاب آڻي ڇڏيو. ڏورانهن ڏيهن ۾ رهندڙن جو پنهنجي وطن ۾ پنهنجي واسطيدارن سان لهه وچڙ ۾ اچڻ جو هي طريقو مقبول بنيو. شروع ۾ اهو ڪم ”معجزو“ سمجهيو ويو هو. هاڻي ته ڳالهائڻ سان گڏ ڳالهائيندڙ جي تصوير ٻه ڏسي سگهجي ٿي.

**ٽپائي، مولوي عبدالله**: مولوي عبدالله ٽپائي پنهور، مخدوم حاجي عبدالڪريم متعلوي، مهاجر مڪيءَ جو شاگرد هو. فقه جي جزئيات ۽ مسئلن ۾ محققاڻي راءِ جو مالڪ هو. هن گهڻن سالن تائين پنهنجي

ڳوٺ "ٽيٽ" ۾ تدريس جو شغل جاري رکيو ۽ ڪيترن طالب علمن وٽائنس فائدو پرايو.

پنهنجي همعصر عالمن مان جيئن، ته مولانا عبدالحئي لکنوي (1304هه/ 1886ع ) ۽ حڪيم خليفي غلام محي الدين سيوستانيءَ سان بعض مسئلن تي تحريري مناظرا رهيس ۽ تحقيق ۾ سندس پهلو هميشه غالب رهندو هو. هو فقهي تحقيق ۾ ڪيترن اڳوڻن فقيهن سان اختلاف رکندي پنهنجي راءِ کي دليلن سان ثابت ڪندو هو.

مولوي عبدالله صاحب جو زڪوات جي نصاب تي هڪ مستقل نصاب آهي، جنهن ۾ مولانا عبدالحق لکنويءَ تي رد ڏنو اٿس. مولانا عبدالحئي جي تحقيق آهي ته ان وقت جي چالو انگريزي رپين جي حساب سان 40 رپين تي زڪوات لاڳو ٿئي ٿي، پر مولوي صاحب پوري تحقيق سان درهم ۽ دينار جي جَوَن ۽ ماسن سان تور ڪري ثابت ڪيو آهي، ته زڪواة جي نصاب لاءِ چالو انگريزي رپيا 53 هجڻ گهرجن. هن بزرگ جو هڪ ٻيو رسالو به آهي، جنهن ۾ مئل ماڻهن جي نمازن ۽ روزن نه رکڻ لاءِ قرآن شريف بخشائڻ جي عدم جواز جي فتويٰ ڏني اٿس.

هن بزرگ کي ڪتابن گڏ ڪرڻ جو ڏاڍو شوق هو. جنهن ڪري هڪ وڏو ڪتب خانو هو، جنهن ۾ ڪيترائي ڪتاب جمع ڪيا هئائين، جن مان طالب علم ۽ عالم فائدو وٺندا هئا.

تصوف ۾ نقشبندي طريقي موجب خواجه حاجي عبدالرحمان مجددي سرهندي (1315هه/ 1897ع ) جو بيعت ورتل هو. آخر جمار ۾ اکين کان نابين ٿي رهيو ۽ انهيءَ حالت ۾ اٽڪل 1325هه (1907ع) ڌاري وفات ڪيائين.

**ٽَپَڙ**: اهو ٿلهو ڪپڙو، جيڪو وهٽ (اُٺ، گهوڙي، ڏڳي) جي پٺيءَ تي وجهندا آهن. هن مقصد لاءِ رَلِي به ڪم آڻيندا آهن. ان ڪري 'ٽَپَڙ' جي وضاحت اها ٿيندي ته مَهري اُٺ جي پٺيءَ تي جهُل ۽ پاکڙي جي هيٺان وجهڻ لاءِ رلي؛ گهوڙي جي هني جي هيٺان رکڻ واري رلي وغيره.

**ٽپري**: سٽيءَ جي ڳوڻ جو ٽڪر، جيڪو وڇائڻ يا پال طور ڪم اچي. پراڻيءَ ڳوڻ جو ٽڪر، جيڪو وڇائڻ توڙي گاهه وغيره کي ڍڪڻ ۾ ڪم اچي. ننڍن شهرن ۽ ڳوٺن ۾ دروازن تي پردي لاءِ به ٽنگيندا آهن، جنهن کي ٽپڙي چون ٿا.

**ٽِپري**: تيل، گيهه وغيره ڪڍڻ لاءِ هڪ خاص ماپو، جنهن کي "ڪَرندي" به چوندا آهن. اهو خاص دڪاندارن جو اصطلاح آهي.

**ٽِپَني/ ٽہِ- پَني**: هڪ قسم جو پسارڪو وکر. هڪڙي قسم جي نرم ۽ نازڪ ننڍڙي ٻوٽي، جيڪا باغن ۾ عام ٿيندي آهي. هن جي هر ٽاريءَ تي ٽي ٽي پن ٿين ٿا، ان ڪري ان کي "ٽِپني" به چوندا آهن. رنگ ۾ سائي، گل هئڊا ۽ ذائقي ۾ ڪني ٿئي ٿي.




**ٽِپڻو**: هندن جي جنتري (سنبت سال جي ڏينهن، مهينن، سياڳين ۽ نياڳين تاريخن جو تفصيل ڏيکاريندڙ (زائچو). ٽپڻي ۾ تاريخن (تِٿن) کان سواءِ سج ۽ چنڊ لهڻ اُڀرڻ، ٻرجن، نڪٽن، ورگن ۽ راسين جي رفتار ۽ چُر پر جو تفصيل پڻ ڏنل هوندو آهي. برهمڻ ٽپڻي ذريعي لگن يا ٻارس جون تاريخون طيءِ ڪندا آهن. هر سال چيٽ مهيني ۾ نئون ٽپڻو جاري ٿيندو آهي. سنڌ ۾ مختلف پانشالائن يا مندلين طرفان ان جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري مارڪيٽ تائين پهچايو ويندو آهي. پر سڀ کان وڌيڪ کپت سُندر شيوا منڊلي ڪوٽڙيءَ طرفان ڇپائي ويندڙ ٽپڻي جي ٿئي ٿي.

**ٽپو**: ٽپو پشتو لوڪ گيتن جي مشهور ۽ مقبول ترين صنف آهي. لوڪ شاعريءَ جي خصوصيت ئي اِها هوندي آهي ته، ان جي مصنف جو نالو ناهي هوندو. ان ڪري پشتو جي ٽپن جو به ڪو مصنف ظاهر نه آهي. اهي ٽپا، ايترا ئي قديم آهن، جيڏي قديم پشتو زبان خود آهي. ان ڪري اهي ٽپا هزارن سالن کان سيني به سيني ۽ اڳئين نسل کان پوئين نسل ڏانهن منتقل ٿيندا رهيا آهن. اِها لوڪ شاعري، جيئن ته عام انسانن جي زندگيءَ جي هر رخ جي ترجماني ڪري ٿي، ان ڪري زمانا گذرڻ باوجود ان ۾ اهڙي تازگي آهي، جو جڻ ته اِها هن دؤر جي تخليق هجي. ٽپو اصل ۾ ڳائڻ جي شيءِ آهي ۽ هزارين سالن کان ماڻهو ان کي ڳائيندا آيا آهن. ٽپي ۾ ٻه مصرعون هونديون آهن جن جي پهرين مصرع ننڍي ۽ ٻي وڏي ٿيندي آهي. ان کي عربي عروض جي حوالي سان ڏسجي ته پهرين مصرع ۾ 9 ۽ ٻيءَ ۾ 13 رڪن ٿيندا آهن. پشتو ٽپن جا سنڌي شعر ۽ نثر ۾ ترجما ڪيا ويا آهن. نثر ۾ منير شاهه، گل ملاح ۽ منور ملاح ترجمو ڪيا آهن ۽ منظوم بيتن، هائيڪن ۽ دوهن ۾ پشتو ٽپن جا ترجما تاج جويي ۽ ارشاد ميمڻ ڪيا آهن. مثال:

آءٌ آزاديءَ جي موت تي خوش آهيان،
غلام جو جيون ڪيڏو به وڏو هجي، ان تي لعنت آ.
(پشتو ٽپي جو آزاد نثري ترجمو)

منهنجا ڪٽ نہ وارَ-
جيجل! باز نہ ويهندا،
ڏسي چانگيل ڏارَ
(تاج جويي جو ڪيل منظوم ترجمو)

**ٽِپهري/ ٽہِ- پهري**: ڏينهن (سج اُڀرڻ کان وٺي سج لهڻ تائين) جي ورهايل ڇئن پهرن مان ٽيون پهر. قرون وسطيٰ (وچئين دور ۾) ڏينهن ۽ رات کي آسانيءَ خاطر ائين پهرن ۾ ورهايو ويو. چار پهر ڏينهن جا ۽ چار پهر رات جا. ڏينهن جي ڇئن پهرن مان پهريون پهر، سج اُڀرڻ کان وٺي سج ڪانو مٿي چڙهي اچڻ تائين ليکيو ويندو آهي. ٻيو پهر اڌ ڏينهن تي پورو ٿيندو. يعني سج ڪاپار تي اچي ته ٻيو پهر پورو سمجهبو. ان کان پوءِ ٽيون پهر شروع ٿيندو، جنهن ۾ اڳينءَ جي نماز به اچي ويندي آهي. چوٿون پهر سج لڙئي کان وٺي سج لهڻ تي پورو ٿيندو، جنهن ۾ وچئين ۽ سانجهيءَ واري نماز اچي ويندي آهي. مندن ۽ جاگرافيائي حالتن مطابق، پهرن جي انهيءَ ورڇ ۾ مدت ۾ فرق اچي ويندو آهي.



**ٽجوڙي**: پئسن يا قيمتي شين وغيره رکڻ لاءِ لوهي پيٽي، خاص قسم جي ٽن ٽهن واري پيٽي، جنهن کي اندروني ڳجهن خانن ۽ خاص قسم جي ڪلفن سان اهڙيءَ طرح بند ڪري سگهبو آهي، جو ٻيو ڪو به ماڻهو اهي تالا کولي نه سگهندو آهي. انهيءَ ڪري وڏي رقم، دستاويز ۽ خاص ڪاغذ ٽجوڙيءَ ۾ رکي

چڏيا آهن ته محفوظ رهندا. اڳي ٽجوڙيون اڪثر لوهه جي چادرن مان ٺاهيون وينديون هيون. مير صاحبن ٽجوڙيون اڪثر جواهرن جي پٿرن مان ٺهرايون هيون. مير فتح علي خان ٽالپر زمرد جي پٿر مان هڪ وڏي ٽجوڙي ٺهرائي هئي، جنهن ۾ ڪڙا ۽ ڪنڊا سون جا هئا. ان ٽجوڙيءَ ۾ بيبي خيري قرآن پاڪ، صحيفہ علويہ، صحيفہ فاطمہ، صحيفہ سجاديہ ۽ ٻيا ورد و وظائف جا ناياب ڪتاب رکندي هئي.

**ٽجوڙيءَ جي ڪنجي** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب تاراچند ڏيئو مل گاجرا جو لکيل آهي. رايل سائيز واري هن ڪتاب ۾ 50 صفحا آهن. ڇاپو ڀهريون پنڊت ديالداس گوپالداس، شري گوپالداس پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان 1917ع ۾ ڇپايو.

**ٽراٽسڪي** (1879_1940): ٽراٽسڪيءَ جو پورو نالو ليو ڊيوڊ ووچ برانسٽين ٽراٽسڪي هو. هُو هڪ خوشحال هاريءَ جو پٽ هو. پڙهائيءَ دوران اسڪول ۾ هوشيار شاگرد ليکيو ويندو هو. 17 سالن جي ڄمار ۾ هڪ



مارڪسي گروپ ۾ شامل ٿيو. ٻن سالن بعد هو پهريون دفعو گرفتار ٿيو. هو ٽراٽسڪي جي نالي سان پنهنجي هڪڙي جيلر جا نقلي ڪاغذ تيار ڪري 1902ع ۾ سائيبيريا جي جلاوطنيءَ مان ڀڄي نڪتو ۽ لنڊن هليو ويو، جتي هن انقلابي اخبار ”اسڪرا“ شايع ڪرائڻ ۾ لينن جو هٿ ونڊايو.

ٽراٽسڪي 1905ع ۾ روس موٽيو. هن سينٽ پيٽرسبرگ سوويت جي چيئرمئن جي حيثيت ۾ انهي سال واري انقلاب ۾ حصو ورتو. اُن انقلاب جي ڪري زار جي حڪومت مجبور ٿي عوام کي ڪجهه رعايتون ڏنيون. ٽراٽسڪي انهن سوشل ڊيموڪريٽن مان هو، جن انقلابي هڙتال کي جاري رکڻ جي ڪوشش ڪئي. جڏهن سوويتن کي ڇيڀاٽيو ويو، تڏهن هن کي به گرفتار ڪيو ويو. هو ٻئي ڀيري به سائيبيريا جي جلاوطنيءَ مان ڀڄي نڪتو ۽ 1907ع کان 1914ع تائين صحافي ٿي ويانا ۾ ڪم ڪيائين. پهرين مهاڀاري لڙائي ڇڙڻ وقت هو هڪ سرگرم انقلابيءَ جي حيثيت ۾ پهرين پيرس ۽ پوءِ نيويارڪ ۾ وڃي ٽڪيو. فبروري 1917ع ۾ انقلاب وسيلي زار جي حڪومت جو تختو اونڌو ٿيڻ کانپوءِ هو پيٽروگراڊ موٽي آيو. اُن سال آڪٽوبر ۾ بالشويڪن جيڪا فوجي بغاوت ڪئي، ٽراٽسڪي اُن جي مکيہ اڳواڻن مان هو.

انقلاب کان پوءِ ٽراٽسڪي، پرڏيهي معاملن جو ڪميسار (اعليٰ آفيسر) مقرر ٿيو. هن کي 1918ع ۾ بريسٽ لٽووسڪ سبب ناهه ڪرڻ لاءِ جرمنيءَ سان ڳالهه ٻولهه ڪرڻ جو ڪم سونپيو ويو. اُن معاهدي سبب سوويت روس پهرين مهاڀاري لڙائيءَ تان هٿ ڪڍي ويو ۽ جرمنيءَ کي امن جي قيمت طور پنهنجا وسيع علائقا ڏيڻا پيا.

انقلاب کان پوءِ وائيٽس (اڇن) گهرو لڙائي ڇيڙي ڇڏي ۽ مغربي ملڪن فوجي مداخلت ڪئي. ٽراٽسڪيءَ تي، ٻنهي سان منهن ڏيڻ جو ڪم رکيو ويو. هن زار جي رهيل فوج ۽ ٻين ڇڙوڇڙ ماڻهن کي گڏي سرخ فوج ٺاهي ۽ ان کي اهڙي ته ويڙهاڪ فوج بنائي ڇڏيائين، جو انهن انقلاب کي بچائي ورتو.

پر انقلاب کي اندروني طور سخت خطري سان منهن ڏيڻو پيو. مارچ 1921ع ۾ هارين مان نون ڀرتي ٿيل خلاصين، لينن گراڊ ڀرسان ڪرونسٽادٽ واري سامونڊي اڏي تي بالشويڪن جي اقتدار تي هڪ هٽيءَ خلاف احتجاج ۽ بغاوت ڪئي. ٽراٽسڪيءَ برف جي هن پار هڪدم حملي ڪرڻ جو حڪم ڏنو جنهن ڪري خلاصين کي برف صاف ڪرڻ ۾ ڏهه ڏينهن لڳي ويا.

ٽراٽسڪي، گهرو ويڙهه دوران لينن کان پوءِ پارٽيءَ جي سڀ کان وڏي شخصيت ليکيو ويندو هو. پر هن ۽ اسٽالن ۾ ڏينهون ڏينهن شڪ ۽ اختلافات وڌڻ لڳا. اسٽالن جيتوڻيڪ ثانوي حيثيت جو مالڪ هو. پر هو به اهم شخصيت ليکيو ويندو هو. ٻنهي ۾ بي اعتمادي وڌڻ ڪري ٽراٽسڪيءَ جي حيثيت ڏکڄڻ لڳي. اُن کان پوءِ سندس لينن سان ٽڪر ٿيو. اسٽالن کي پارٽيءَ جو جنرل سيڪريٽري ٿاڦيو ويو. لينن 1924ع ۾ وفات ڪئي ته اسٽالن، ٽراٽسڪيءَ کي سندس ڄانشين ٿيڻ نه ڏنو. ٻنهي جي مخالفت نظرياتي دشمنيءَ جو روپ ورتو ۽ اُن ڳالهه تي سخت بحث ٿيڻ لڳا ته انقلاب کي روس تائين محدود رکجي يا سڄيءَ دنيا ۾ انقلاب آڻڻ جو پرچار ڪجي. اسٽالن انقلاب کي روس تائين محدود رکڻ پئي چاهيو. جڏهن ته ٽراٽسڪي سڄيءَ دنيا ۾ انقلاب پکيڙڻ تي زور ڏنو. نيٺ اسٽالن جو پارٽيءَ جي تنظيم تي قبضو ٿي ويو. ٽراٽسڪي کي ڪميسار واري عهدي تان لاٿو ويو ۽ کيس پولٽ بيورو مان نيڪالي ڏني وئي. 1925ع ۾ کيس پارٽيءَ مان به ڪڍيو ويو. آخرڪار کيس 1929ع ۾ يو. ايس. ايس. آر مان به جلاوطن ڪيو ويو. هو پهريائين ترڪي، پوءِ فرانس ۽ انهي کان پوءِ 1935ع ڌاري ناروي ۾ وڃي رهيو. پر اسٽالن ناروي جي حڪومت تي، کيس ملڪ مان ڪڍڻ لاءِ دٻاءُ وڌو. جنهنڪري هو 1937ع کان وڃي ميڪسيڪو ۾ رهيو.

پنهنجي جلاوطنيءَ دوران ٽراٽسڪيءَ ڏاڍي ذهانت سان اسٽالن تي سخت ٽيڪا ٽپڻي ڪندو رهيو. انهيءَ جي جواب ۾ اسٽالن اهو هُلايو ته ٽراٽسڪيءَ جا حامي انقلاب خلاف سازشون ڪري رهيا آهن. انهيءَ شڪ جي بنياد تي اسٽالن هزارين ماڻهو مارائي ڇڏيا ۽ 1936ع، 1937ع ۽ 1938ع ۾ نمائشي مقدمن جو سلسلو جاري رکيائين. اهي مقدما، لينن جي دوستن ۽ 1917ع واري بالشويڪ انقلاب جي اڳواڻن تي هلايا ويا. اهي اڳواڻ پارٽيءَ اندر مانائتا اڳواڻ ليکيا هئا. کيس هلندي گهڻو ڪري انهن اڳواڻن ترتيبوار غداري ۽ تخريب ڪاريءَ جو ”ڏوهه“ قبول ڪيو. خود ٽراٽسڪيءَ کي به مئي 1940ع ۾ ميڪسيڪو شهر اندر هڪ برف ڪٽيندڙ ڪهاڙيءَ سان قتل ڪيو ويو.

ٽراٽسڪيءَ ۽ لينن جي لکڻين گڏجي مارڪس جي انقلابي حڪمت عمليءَ واري فلسفي کي ڏاڍي ذهانت سان نئون روپ ڏنو. مارڪس جو نظريو صنعتي سماج ۾ انقلاب آڻڻ جو هو پر انهن ٻنهي گڏجي انهن کي زار واري روس جهڙي پٺتي پيل زرعي ملڪ ۾ انقلاب آڻڻ جو فلسفو ٻڌائي ڇڏيو. مئنشويڪن ۽ بالشويڪن ۾ جيڪي ڏگها بحث مباحثا ٿيندا هئا. تن ۾ ٽراٽسڪي جيتوڻيڪ کڏهن به پوريءَ طرح انهيءَ ڳالهه جو اظهار نه ڪيو هو. پر کيس صاف نظر اچي رهيو هو ته لينن آمراڻي پارٽيءَ جو جيڪو نظريو ڏنو هو. اُن جو نتيجو آمريت جي شڪل ۾ ظاهر ٿيندو.

ٽراٽسڪيءَ جي ڪتابن ۾ "روسي انقلاب جي تاريخ"، "اسٽالن جي سوانح عمري" ۽ "دائمي انقلاب" شامل آهن. پهريون ڪتاب هن صديءَ جو عظيم ڪم سمجهيو وڃي ٿو. ٻيو ڪتاب ڏاڍي ذهانت سان لکيل آهي ۽ ٽئين ڪتاب ۾ ٻڌايل آهي ته مارڪسي "دائمي انقلاب" اهو آهي، جيڪو "طبقاتي حڪومت جي ڪنهن به سرشتي سان ڪوبه ناهه ناهي ڪندو ۽ اهو انقلاب تڏهن پورو ٿيندو، جڏهن سمورو طبقاتي سماج مڪمل طور ڊهي پوندو." ٽراٽسڪيءَ جا اهڙا فقرا ۽ "بلوي ڪرڻ جي فن" تي لکيل سندس نوٽ، انقلابي نظريو رکندڙن ۾ ڪيس سپ ڪان وڌيڪ اثرائتو نظريي دان بنائين ٿا. ٽراٽسڪيءَ جا عقيدا سڄيءَ دنيا جي سوشلسٽن کي اڄ ڏينهن تائين اُتساهه ڏيارين ٿا.

**ٽرام:** ٽالپرن جي دؤر ۾، ڪراچي شهر ۾ سامان کڻڻ لاءِ گڏهه ۽ اٺ گاڏيون استعمال ڪيون وينديون هيون، جڏهن ته ماڻهن جي سواريءَ لاءِ گهوڙا ۽ اٺ هوندا هئا. انگريزن پنهنجي وقت ۾ ڪراچيءَ جي شهرين کي سفر جون وڌيڪ سهولتون مهيا ڪرڻ لاءِ، يورپ جي شهرن وانگر "ٽرام" هلائڻ جو پروگرام ٺاهيو. ڪراچيءَ ۾ ٽرام هلائڻ جي تجويز سڀ کان پهرين 1881ع ۾ ڪراچي ميونسپالٽيءَ جي سيڪريٽري ۽ چيف انجنيئر مسٽر جيمس اسٽريچن پيش ڪئي هئي. ڪراچي ميونسپالٽيءَ ان تجويز کي منظور ڪندي، لنڊن جي مسٽر ايڊرڊ ميٿيُو کي ڪراچيءَ ۾ ٽرام هلائڻ جي رٿا جو ڪم سونپيو، جنهن 1883ع ۾ بمبئي حڪومت کان منظوري ورتي، آڪٽوبر 1884ع کان شهر ۾ ٽرام جي پٽي وڇائڻ جو ڪم شروع ڪيو. 20 اپريل 1885ع تي ڪمشنر سنڌ مسٽر هينري ارسڪن ڪراچيءَ ۾ پهرينءَ ٽرام جو باقاعدي افتتاح ڪيو. افتتاحي ٽرام ۾ شهر ۾ موجود سمورين شخصيتون، جن ۾ قنڌار جو والي شير علي خان به موجود هو ۽ ٻيا ماڻهو سوار ٿي ڪياماڙيءَ تائين ويا ۽ ان کان پوءِ واپس سرڪاري باغ ۾ آيا، جتي ان ڏس ۾ هڪ تقريب جو اهتمام ڪيو ويو هو. ڪراچيءَ ۾ اهي ٽرامون ايسٽ انڊيا ڪمپني لميٽڊ طرفان هلايون ويون هيون. ابتدا ۾ اهي اسٽيم انجڻ تي هلايون وينديون هيون، پر پوءِ انجڻين جي آواز سبب شهرين جي آرام ۾ خلل ٿي پيو. انهيءَ ڪري شهرين جي مخالفت سبب اسٽيم انجن بدران ٽرامن کي گهوڙن سان ڇڪي هلائڻ کي وڌيڪ ترجيح ڏني وئي. ان وقت بندر روڊ، موجود رمپا پلازا جي جڳهه تي ايسٽ انڊيا ٽرام ڪمپنيءَ جو هيڊ ڪوارٽر ٺهيل هو، جنهن جي چوڌاري هڪ وڏي ديوار آيل هئي، جنهن ۾ ٽرام ڪمپنيءَ جي آفيس، ملازمن جون رهائشي جايون ۽ گهوڙن جا طنبيلا هئا. هتي ٽرام ڇڪيندڙ گهوڙن جي صحت جو پورو پورو خيال رکيو ويندو هو. واضح رهي ته سفر دؤران گرميءَ کان بچڻ لاءِ، گهوڙن جي مٿي تي هڪ قسم جا ٽوپلا رکيا ويندا هئا ته جيئن گرميءَ سبب انهن کي نقصان نه پهچي، جڏهن ته هر ٻن ميلن جي سفر کان پوءِ گهوڙن کي تبديل ڪيو ويندو هو. ڪراچيءَ ۾ وڏي عرصي تائين گهوڙا ٽرامن کي ڇڪيندا رهيا، پر اهي ٽرامون ٻگين کان وڌيڪ تيز نه هيون، ان ڪري گهوڙن جي بدران موٽر ٽرامن هلائڻ جو فيصلو ڪيو ويو. لنڊن جي موٽر ريل ۽ ٽرام ڪمپني لميٽڊ سڀ کان پهرين پيٽرول تي هلندڙ ٽرامون ڪراچيءَ ۾ هڪ لک پائونڊن جي قيمت ۾ خريد ڪيون. جيئن ته هنن ٽرامن جي انجڻ تيز رفتار هئي، ان ڪري پٽڙين کي ٻيهر وڇايو ويو. 1909ع ۾ اهي نيون ٽرامون شهر ۾ هلڻ لڳيون. انهن جي جنڪشن بولٽن مارڪيٽ هئي، جتان اهي صدر، ڪئنٽ اسٽيشن، گانڌي گارڊن، سولجر بازار، چاڪي واڙي ۽ ڪياماڙيءَ تائين هلنديون هيون. اهي عوام ۾ تمام گهڻو مقبول ٿيون ۽ پهرئين سال ئي تقريباً 50 لک ماڻهن ٽرامن ۾ سفر ڪيو. 1913ع تائين ڪراچيءَ ۾ هلندر ٽرامن جو تعداد 37 هو. هر ٽرام ۾ 46 مسافرن جي




ويهڻ جي جڳهه هئي. اهي ٽرامون 12 کان 18 ميل في ڪلاڪ جي رفتار سان ڊوڙنديون هيون. ٻي مهاڀاري لڙائيءَ تائين ڪراچيءَ ۾ ٽرام ئي واحد سهولت واري سواري هئي، جنهن ۾ ٻن پئسن جي ٽڪيٽ عيوض پوري شهر جو سفر ڪيو ويندو هو. ڪراچيءَ ۾ 90 سالن تائين ٽرامون هلنديون رهيون. 1975ع ۾ ٽرئفڪ ۾ خلل پوڻ سبب ٽرامن کي بند ڪيو ويو.

**ٽرانزسٽر:** 1948ع ۾ ٽن آمريڪي سائنسدانن شاڪلي (Shockly) برٽئائن (Brattain) ۽ بارڊين (Barden) گڏجي، ننڍڙو ٽن ڇيڙن وارو نيم پسرائيندڙ اوزار ايجاد ڪيو، جنهن کي ٽرانزسٽر (Transistor) سڏيائون. هاڻي ريڊيو، ٽيليويزن، آڊيو ۽ وڊيو ڪئسٽ رڪارڊر، ٽيليفون، ڪمپيوٽر ۽ ٻين بيشمار اوزارن ۾ ٽرانزسٽر جو استعمال ٿئي ٿو.




**ٽرانسفارمر يا ڦرڻو:** ڦيرڻو فقط ڦرڻي ڌار ۾ ڪم آڻي سگهبو آهي، ڇاڪاڻ ته ان جو مدار انهن انڊيوسڊ ڪرنٽس (پيدا ڪيل ڇهائن) تي آهي، جي تڪڙو مقناطيسي ايراضين جي بدلجڻ سان پيدا ٿين ٿا. جڏهن پرائمري ڪرنٽ شروع ٿئي ٿو، تڏهن لوهه جي ڪور ۾ مقناطيسي ايراضي پيدا ٿئي ٿي. اها ايراضي ٻڙين واري ليڪن سان ڏيکاريل آهي. لوهي ڪور جي مقناطيسي ايراضي سيڪنڊري ڪوائل ۾ انڊيوسڊ ڪرنٽ پيدا ڪري ٿي. ائين فقط تڏهن ٿئي ٿو، جڏهن پرائمري ڪرنٽ گهٽ يا وڌ ٿئي ٿو. جيڪڏهن

پرائمري ڪوائل مان سڌي ڌار هڪڪري هلندي رهندي ته 'سيڪنڊري ڪوائل' ۾ هڪ هلڪي ڌار پيدا ٿيندي.جيڪا پل جي پٽيءَ ۾ مري ويندي، پر جي پرائمري ڪوائل ۾ ڦرٽي ڌار تڪڙو تڪڙو بدلبي رهندي ته پل پل سيڪنڊري ڪوائل ۾ انڊيوسڊ ڪرنٽ پيدا ٿيندو رهندو. مطلب ته جي پرائمري ڪوائل ۾ ڦرٽو ڪرنٽ هلندو هوندو ته سيڪنڊري ڪوائل ۾ به ڦرٽي ڪرنٽ چالو ٿيندو. جنهن جو طرف به ايتري اڪثريت سان بدلبو رهندو، جيترو پرائمري ڪوائل ۾. ڪرنٽ معمول موجب سيڪنڊ ۾ 50 سائيڪلس (ڦيرن) جي حساب سان پهچائبو آهي ۽ اهڙي ڪرنٽ کي گهٽ وڌ ڪري کھڙي به گھربل "وولٽيج" تي آڻي سگهجي ٿو.

پاڪستان ۾ 250 وولٽن جي وولٽيج رواج ۾ آهي. ڪڏهن ڪڏهن ڪنهن بجليءَ جي سامان لاءِ فقط 100 وولٽ گهربل هوندا ته انهيءَ حالت ۾ "گهٽجندڙ ڦرٽي" جي گهرج ٿيندي، پر جيڪڏهن 25 وولٽن جي ڪرنٽ کي ڦيرائي 110 وولٽن تي آڻڻو هوندو ته "وڌندڙ ڦيرٽي" کان ڪم وٺبو. ڪو به ٽرانسفارمر سؤ سيڪڙو پورو ڪم نه ٿو ڪري سگهي، ڇاڪاڻ ته ٽرانسفارمر جي حالت ۾ جيترا "وٽ" پرائمري ڪوائل کي ڏبا اوترائي سيڪنڊري ڪوائل کان ملڻ کپن. جيئن ته "وٽس" جو تعداد، ائمپيئرن ۽ وولٽن کي ضرب ڪرڻ سان ملي ٿو، ان ڪري حساب هيئن بيهندو آهي.

پرائمري وٽ = سيڪنڊري وٽ

پرائمري وولٽ x ائمپيئر = سيڪنڊري وولٽ x ائمپيئر

عام طرح سيڪنڊري ڪوائل مان نڪرندڙ وٽ، پرائمري ڪوائل ۾ داخل ٿيل وٽس کان گهٽ ٿيندا آهن.

**ٽرائوٽ** (Trout): مڇيءَ جو قسم جيڪو اصل برطانيه جو آهي. پر ان کي پاڪستان جي مختلف ڍنڍن ۽ تلائن ۾ وجهي ان جي پرورش ڪئي وئي



آهي. سڄي دنيا ۾ سندس ڪاڻ واري لذت مشهور آهي. ٽرائوٽ مڇي جي مٿين ۽ پوين پر-پنکڙن تي ڳاڙها ۽ ڪارا ٽڪرا ٿين ٿا. ڪرنگهي واري لڪير جي هيٺان به ڪارڙا ٽڪرا موجود هوندا آهن. جسم جي هيٺين حصي جو رنگ خاڪستري هوندو آهي. هن جو جسم ننڍو مگر مضبوط ٿئي. ٻوري ڇاڻ جي مند ۾ نر ۽ مادي سڃاڻجي سگهندا آهن؛ عام حالت ۾ سڃاڻڻ محال آهي. هونئن نر ٽرائوٽ جي وات جو مٿيون چپ ڪجهه ٻاهر نڪتل هوندو آهي، ليڪن مادي جو وات ائين ڪونه هوندو آهي. نر جو رنگ زياده گهرو هوندو آهي ۽ ماديءَ جو رنگ چمڪيدار ٿئي ٿو ٻن سالن جي عمر ۾ ٻوري ڪري ٿي انهي وقت سندس ڊيگهه ڪا اٺ انچ ڪن هوندي آهي. پر ڇئن ڪان ڇهن سالن واري هيءَ مڇي افزائش ۾ بهترين نتيجا ڏئي ٿي. آنن لاهڻ جو وقت ڊسمبر کان فيبروري اٿس. هيءَ مڇي عمر ۽ لمبائي جي لحاظ سان هڪ ئي وقت ٽن سون کان پندرهن سو آنا لاهيندي آهي. جيڪي عام مڇي جي آنن کان ڪجهه وڏا، هڪ انچ جي ڇهين حصي برابر هوندا آهن. تن جو رنگ زردي مائل يا هلڪو ڳاڙهيسرو ٿيندو آهي. هيءَ مڇي پاڻي ۾ ڪنارن وٽ پٿرن جي اندر کڏو ڪري آني لاهي انهن کي واريءَ سان ڍڪي ڇڏيندي آهي. جيڪي ڇاليهن کان سٺر ڏينهن جي اندر ڦٽي نڪرندا آهن. برصغير ۾ هن مڇي جا ٻچا پهريون ڀيرو 1870ع ۾ نيل گري جي جابلو چشمن ۽ ندين ۾ وڌايا ويا هئا. مڇي پالنا واري کاتي طرفان ڪنهار ندي جي 35 ميل جي پٽڙ کان 84 ميل جي پٽڙ تائين هن مڇي کي پاليو وڃي ٿو ۽ رک ڪئي وڃي ٿي.

**ٽربيند**: تعلقي ڪوٽڙي جي هڪ ديهه جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن. بند ويراهه، لعل بخش ڪوسو، محراب ملو ۽ حاجي ڪالوني.

**ٽر پوري لڪ**: تعلقي جوهي ضلعي دادوءَ ۾ جوهيءَ جي اولهه ۾ ڪيرٿر جبل جي ڏکڻ واري ڇيڙيءَ وٽ، ٻه جبل جون قطارون شروع ٿين ٿيون. قافلي وارن کي ٻه جبل مان لنگهي سرونا ماٿريءَ ۾ داخل ٿيڻو پوندو آهي. سرونا ماٿري سمنڊ جي سطح کان هڪ هزار فوٽ اوچي آهي. ان جي اولهه ۾ کڏي جبلن جي قطار آهي. انهن جبلن جي قطار ۾ هڪ سولو ۽ سهنجو لڪ آهي، جنهن جو نالو 'ٽري پوري لڪ' آهي. هن لڪ کي "حب ماٿريءَ جو دروازو" به سڏيو ويندو آهي.

**ٽرڪي** (Turkey): هيءَ پکي "چڪور" جي گروهه وارن پکين ۾ شمار ڪيو ويندو آهي. هن پکيءَ کي سڀ کان اڳ آمريڪا ۾ پالتو پکي ڪري پاليو ويو. سورهين صدي عيسويءَ ۾ هڪ يورپي گهراڻي ۾ هن پکيءَ جي پالڻ جو رواج پيو. هي روايتي پکي آمريڪا ۽ برطانيا ۾ ڪرسمس ۽ ٻين موقعن تي کاڌو ويندو آهي. سنڌ ۾ به ڪٿي ڪٿي هي پکي پاليو ويندو آهي، پر هتي اهي گهٽي تعداد ۾ موجود نه آهن. هيءَ پکي اهڙو تکو ڊوڙندو آهي، جو شڪاري پيادل ڪيس پڄي نه سگهندا آهن. هو پنهنجا پَرَ اُڏڻ لاءِ تڏهن ڪم آڻيندو آهي، جڏهن ان کي ڪا ندي پار ڪرڻي هوندي آهي يا مٿس ڪو دشمن حملو ڪندو آهي. هيءَ پکي مور وانگر پڇ پکيڙي ۽ ڪنڌ ٽيڙي، ڪنڌ مٿي ڪري، ڏاڍي ناز سان پيو هلندو آهي. ٻنهه ڇيڙاڪ پکي آهي؛ ڳاڙهي رنگ جي هر شيءِ ڪيس ڏاڍي ڪاوڙ ڏياريندي آهي. هن جي منهن تي ماس جي هڪڙي سونڍ لڙڪندي رهندي آهي، جنهنڪري ان کي "فيل مرغ" يعني هاٿيءَ وانگر سونڍ وارو پکي چوندا آهن.



**ٽرگناميٽري** (Trigonometry): ٽرگناميٽري، جيوميٽريءَ جي هڪ اهم شاخ آهي. جنهن ۾ ٽڪنڊي جي خاصيت ۽ ان جي حصن جي باهمي تعلقات جو مطالعو ڪيو ويندو آهي. ٽرگناميٽري کي فلڪيات، سياحت ۽ نيويگيشن ۾ وڏي اهميت حاصل آهي ماهرن جو خيال آهي ته ٽرگناميٽري کي حقيقت ۾ فلڪياتي مطالعن واسطي واضح ڪيو ويو. هن جو جڙون قديم مصر، ميسوپوٽيميا ۽ سنڌ ڌرتي ۾ ملن ٿيون. ٽرگناميٽري جا رائج قاعدا گهڻا وسيع آهن. مثلاً: زمين جي ويجهو ستارن جي فاصلي کي ٽرائي اينگيوليشن




(Tri Angulation) جي طريقي سان معلوم ڪري سگهجي ٿو. زمين جي صورت جي درمياني فاصلي کي پڻ معلوم ڪرڻ لاءِ ٽرگناميٽري ڪم ايندي آهي. ان کان سواءِ موسيقي، صوتيات، بصريات، ڪيميا، زلزليات، موسميات، بحريات، سياحت، شڪل الارض، آرڪيٽيڪچر، اليڪٽرڪ انجنيئرنگ، ڪمپيوٽر گرافڪس ۽ نقشا نويسيءَ جهڙن مضمونن ۾ ٽرگناميٽري بہ ڪثرت سان استعمال ٿيندي آهي.

**ٽرنٽي چرچ**: هي چرچ سول لائين ڪراچيءَ ۾ آهي. پهرين پروسٽنٽ چرچ سال 1852ع ۾ ڪراچيءَ جي سول لائينز واري علائقي ۾ تيار ڪئي وئي هئي، جنهن جي پيڙهہ جو پٿر، سر بارٽل فريئر، سنڌ جي ڪمشنر رکيو. ٽن سالن جي عرصي اندر 1855ع ۾ هيءَ چرچ جڙي راس ٿي. هن شاندار عمارت جو نقشو بمبئيءَ جي انجنيئر ڪيپٽن جان هل ناهيو. پر اڏاوت دوران ان جي نقشي ۾ جان برٽن ٿوري گهڻي تبديلي ڪئي هئي. هن جو وڏو ٽاور 150 اوچو آهي. ڪجهہ وقت اڳ ڪاٺ جي خوبصورت ڇت هٽائي، اتي نئين سيمنٽ جي ڇت ٺاهي وئي آهي. هن جو نمونو اٽليءَ جي ڪيٿولڪ طرز جو آهي.



**ٽروچي**: تعلقي سڪرنڊ ۾ هڪ ديهہ جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: نور محمد، امير شاهہ، ملو ڪوسو، جڙيو رند، گهنور محمد ۽ امير بخش گوپانگ.

**ٽرئڪٽر** (Tractor): هڪ نهايت اهم زرعي مشين آهي، جيڪا زمين جي تياريءَ لاءِ استعمال ڪئي ويندي آهي. ان کي "مشيني ڍڳو" پڻ چيو ويندو آهي. زراعت جي ميدان ۾ زمين ڪيڙڻ، سنوارڻ، ٻنا ۽ ٻارا وغيره ٺاهڻ لاءِ ٽرئڪٽر نهايت ڪارائتو ثابت ٿيو آهي. 1858ع ۾ پهريون دفعو ڊبليو. پي. ملر، ٻاڦ تي هلندڙ ٽرئڪٽر تيار ڪيو. جڏهن تہ 1889ع ۾ چارٽر گيس انجن ڪمپنيءَ طرفان، تيل تي هلندڙ ٽرئڪٽر ٺاهيو ويو. آمريڪا جي رياست ڪيليفورنيا ۾ سڀ کان اول هڪ وزندار لوهي ٽرئڪٽر ٺاهيو ويو. جنهن جو وزن 41 ٽن هو. جڏهن تہ ان کان اڳ ٺاهيل ٽرئڪٽر، وزن ۾ هلڪا ۽ ڪاٺ جا ٺاهيل هئا. اهڙيءَ طرح ٽرئڪٽر جي تياري، مختلف مرحلن مان گذرندي رهي ۽ آخرڪار 1922ع ۽ 1924ع جي عرصي ۾ هڪ ڪامياب ٽرئڪٽر وجود ۾ آيو. جيڪو هر قسم جي ٻني ٻاري ۾ استعمال ٿيڻ لاءِ ڪارگر هو.

هن وقت ٽرئڪٽر نہ صرف ٻنيءَ ۾ هر هلائڻ لاءِ استعمال ٿيندو آهي، پر فصل کي لڻڻ، هڪ جڳهہ کان ٻيءَ جڳهہ تائين پهچائڻ ۽ فصلن کي ڳوهاري ڪرڻ، لاباري ڪرڻ، واٽر ڪرڻ وغيره لاءِ بہ مددگار ٿيندو آهي.




ساڳيءَ طرح، ٽرئڪٽر جي ايجاد کان اڳ جڏهن ٻني ٻاري جا سمورا ڪم ڍڳن جا جوڙا ڪندا هئا، تہ ان سان نہ صرف هاريءَ کي گهڻي محنت ڪرڻي پوندي هئي، پر وقت جو زيان بہ گهڻو ٿيندو هو. ان جي ڀيٽ ۾ ٽرئڪٽر جي ايجاد سان هڪ طرف هاري سرنوڙ ڪم کان بچي ويا آهن، تہ ٻئي طرف سندن وقت بہ بچي ٿو پوي. ائين ڪٿي چئجي تہ ٽرئڪٽر جي ايجاد، زرعي دنيا ۾ انقلاب برپا ڪري ڇڏيو، تہ ڪو وڌاءُ نہ ٿيندو.

**ٽريمون**: تعلقي روهڙيءَ جي هڪ ديهہ جو نالو جنهن ۾ هيٺ ڏنل اٺاويهہ ڳوٺ شامل آهن: ٽريمون، محمد عالم فقير، بخشو ڪٽوهر، پيارو ڪٽوهر، موريجا، چوڙيو موريجو ڏارا واهڻ، بخشو ڪٽوهو، ڪوٽ مير محمد باقر خان، جماڻي، محمد اوڍائي جانو پلهہ، انب ڪٽوهر، ميرو ڪٽوهر، ڇيڙ خان، ميرحسن، ڪٽوهر مقصود آباد، ٽٽ، تلي، ڪٽوهر پٽڻ، يار محمد ڪٽوهر، قبول شاهہ، جتوئي، پارو، گمن موچي، خان اڄڻ، هاشم اوڍائيءَ صاحب خان ڪٽوهر.

ساڳئي نالي سان روهڙي تعلقي ۾ هڪ ڳوٺ آباد آهي، جنهن ۾ 1000 کن ماڻهو رهن ٿا. هتي ڇوڪرن لاءِ پرائمري اسڪول موجود آهي.

**ٽريمون ٽاڪر**: تعلقي روهڙيءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو، جنهن ۾ ڪو بہ ڳوٺ شامل ڪونہ آهي.

**ٽريننگ ڪاليج فار مين حيدرآباد:** حيدرآباد ۾ مرد استادن جي تربيت جو ادارو. ٻارن کي پڙهائڻ به هڪ ”هنر“ يا ”فن“ آهي، ان ڪري ان فن جي سکيا سان ئي تعليمي مقصد پورو ٿي سگهي ٿو. جنهن مقصد لاءِ تربيتي ادارا وجود ۾ آيا. استادن جي تربيت جي ڏس ۾ شروعاتي قدم 1756ع ۾ آمريڪا طرفان کنيا ويا ۽ پهريون ٽريننگ اسڪول فلاڊيلفيا ۾ کوليو ويو. ان کان پوءِ مغرب ۾ يورپ وارن پڻ استادن جي تربيت لاءِ نارمل ٽريننگ اسڪول کوليا. بعد ۾ اهو سلسلو ٻين مُلڪن ۾ به تڪڙو شروع ٿي ويو.

انگريزن سنڌي ڪنڌ ۾ جيئن ئي پنهنجا پير پختا ڪيا ته هنن سنڌي ’الف- ب‘ کي نئين ترتيب ڏيارائي پرائمري اسڪول کولرايا، جتي سنڌي ٻوليءَ، انگريزي ٻوليءَ، انگي حسابن، تاريخ، آلجبرا، جاميٽريءَ، سائنس ۽ جاگرافيءَ جهڙا نوان مضمون به شامل ڪيا. ان وقت مسئلو اهو پيدا ٿيو ته اهي نوان مضمون ڪير پڙهائي؟ ڇو ته پهريان استاد، اهي ڪم سکيل نه هئا. ان لاءِ لازمي ٿيو ته پهرين استادن جي تعليم ۽ تربيت جو بندوبست ڪجي. انهيءَ ڪري هندستان سرڪار ٻين صوبن ۾ جيئن ئي تربيتي ادارا قائم ڪيا ته سنڌ ۾ به سڀ کان اول ڪراچيءَ ۾ 1854ع ۾ هڪ نارمل اسڪول قائم ڪيو ويو. جنهن ۾ ايلفنسٽن ۽ پُونا ڪاليج جا اُهي جهونا شاگرد، جيڪي ان وقت سنڌ ۾ سرڪاري نوڪرين ۾ هئا، سي خانگي اسڪولن جي ماسترن ۽ ٻين ماڻهن کي سکيا ڏيندا هئا. ڏهن سالن جي عرصي کان پوءِ، اهو نارمل ٽريننگ اسڪول ڪراچيءَ مان تبديل ڪري 1864ع ۾ حيدرآباد آندو ويو ۽ پراڻي سول اسپتال ڀرسان هڪ مسواڙي جاءِ ۾ شروع ڪيو ويو. پوءِ ان نارمل اسڪول کي 1887ع ۾ مسٽر اي۔ جيڪب، ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر سنڌ جي ڪوشش سان ٽريننگ ڪاليج جي معيار تي آندو. تعليم، ترقي ۽ ادبي سڌاري جي حوالي کان ٽريننگ ڪاليج فارمين حيدرآباد کي ڇهن دورن ۾ ورهائي سگهجي ٿو.

(1) **ابتدائي دور (1854ع کان 1888ع تائين):** ابتدا ۾ هيءُ ادارو نارمل ٽريننگ اسڪول جي نالي سان سڏيو ويو ۽ ان جو پهريون هيڊماسٽر ديوان چوهڙمل پنجابي (سنڌ جو پهريون گريجوئيٽ) مقرر ٿيو. هن دؤر ۾، سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪورس جا ڪتاب ڇپيل ڪونه هئا. ان کان سواءِ تربيتي اداري ۾ تدريسي عملو به سنڌ جو نه هو ۽ غيرسنڌي هئڻ ڪري، سنڌي زبان کان غيرواقف هو. نتيجو اهو نڪتو جو سال 1857ع ۾ ٽيهن شاگردن مان صرف ڏه پاس ٿيا. ديوان چوهڙمل کان پوءِ رئيس غلام علي ۽ ملا محمود حسن اداري جا هيڊماسٽر مقرر ٿيا.

(2) **ٻيو دؤر (1887ع کان 1923ع تائين):** 1887ع ۾ ٽريننگ ڪاليج جي موجوده عمارت تيار ٿي. ان کان پوءِ اداري کي نارمل ٽريننگ اسڪول مان بدلائي ٽريننگ ڪاليج جي معيار تي آندو ويو. ان جي سربراه کي هيڊماسٽر جي بجاءِ پرنسپال جو عهدو ڏنو ويو. هيءُ دور نه صرف اڳئين دؤر کان سُڌريل هو، پر پڙهائيءَ جي لحاظ کان پڻ هيءُ دؤر سلو رهيو. هن مقصد لاءِ ڪاليج جي احاطي اندر هڪ پرائمري اسڪول کوليو ويو. هن دؤر ۾ سنڌي زبان جا اٽڪل سوا ٻه سؤ ڪتاب ڇپجي پڌرا ٿيا، جهڙوڪ: ’سنڌي صرف و نحو‘ (1860ع)، ’اصول طب‘ (1868ع) ۽ ’گل شڪر‘ (1969ع) وغيره. هن دؤر ۾ ديوان ڪوڙي مل، ديوان تاراچند ۽ راءِ بهادر ديوان پريمچند جهڙا برجستا ۽ تجربيڪار ماڻهو ڪاليج ۾ ليڪچرر ٿي آيا. جڏهن ته شمس العلماءِ مرزا قليچ بيگ، ڄيٺمل پرسرام، عالمچند ۽ ٻيا پڙهيا ڳڙهيا ماڻهو دعوت ڏئي گهرايا ويندا هئا. جيڪي پنهنجن علمي ۽ ادبي لياقتن ڪري شاگردن جي ڄاڻ ۾ اضافو ڪندا هئا. هن دؤر ۾، ڪاليج اندر باغيچي جو بندوبست ڪيو ويو. 1936ع ۾ ڪاليج جي علمي ۽ انتظامي معاملن ۾ تبديلي ڪري، ڪجهه نون مضمونن جو اضافو ڪيو.

(3) **ٽيون دؤر، (1923ع کان 1947ع تائين):** هيءُ دؤر ٽريننگ ڪاليج جو بهترين دؤر چئي سگهجي ٿو. هن دؤر ۾ خانبهادر نورالدين نانا، قاضي غلام نبي ۽ خانبهادر محمد صديق ميمڻ جهڙا اعليٰ تعليم يافته ماڻهو هن اداري جا پرنسپال ٿيا. هن دؤر ۾ هم نصابي سرگرمين، جهڙوڪ: ڊرامن، ڊائلاگن، راڳن، راندين، ورزشن ۽ سير تفريح وغيره تي وڌيڪ ڌيان ڏنو ويو.

(4) **چوٿون دؤر (1948ع کان 1960ع تائين):** هن دؤر جي شروع ۾ پاڪستان ٺهڻ سبب ڪيترائي جهونا ۽ تجربيڪار، هندو استاد لڏي وڃي هندستان ۾ آباد ٿيا، جنهنڪري ڪاليج جي تعليم تي وڏو اثر پيو. خانبهادر محمد صديق ميمڻ جي رٽائر ڪرڻ سبب غلام حسين سومري کي ڪاليج جو پرنسپال مقرر ڪيو ويو. سال 1951ع ۾ هن اداري جي سربراه جو گريڊ وڌائي ’ڪلاس ون سينيئر‘ ڪيو ويو. ان گريڊ ۾ ڊاڪٽر غلام حسين جعفريءَ کي سنڌ جي تربيتي ادارن جو انسپيڪٽر مقرر ڪيو ويو. ان وقت ڪاليج جو وائيس پرنسپال شيخ عبدالله ”عبد“ هو، جيڪو هڪ وڏو عالم ۽ اديب هو. هن دؤر ۾ ٽريننگ ڪاليج جي ڀيٽ واڌ ويجهه ٿي.

(5) **پنجون دؤر (1962ع کان 1976ع تائين):** هن دؤر ۾ ٽريننگ ڪاليج اڳي جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ ترقي ڪئي. حافظ ميان عبدالستار ميمڻ، سيد پناهه علي شاهه، ميان الهداد سومرو، سيد سچل شاهه بخاري، محمد منور ۽ شاهه محمد ڪِڇي هن اداري ۾ ٻن سالن لاءِ سربراهه ٿي آيا. هن دؤر ۾ ايس. وي ڪورس (هڪ سال لاءِ)، سي. ٽي (ٽن سالن لاءِ)، بي. ايڊ (ٽن سالن لاءِ) ۽ اوريئنٽل ٽريننگ جا ڪلاس شروع ڪيا ويا.

(6) **ڇهون دؤر (1977ع کان وٺي هلندڙ):** هن دؤر ۾ تربيتي ادارن جو انتظامي ڪنٽرول ڊائريڪٽوريٽ بيورو آف ڪريڪيولم ائنڊ ايڪسٽينشن ونگ سنڌ، ڄامشورو جي حوالي ڪيو ويو. ان کان اڳ سمورا تربيتي ادارا، ڊائريڪٽر اسڪول ايڊيوڪيشن حيدرآباد ريجن سان وابسته هئا. هن دؤر ۾ ڪاليج جو انتظامي سرشتو بدلائي، سيمسٽر سسٽم ڪيو ويو. 1978ع جي پڇاڙيءَ ۾ هن ڪاليج جو درجو وڌائي ”ايليمينٽري ڪاليج آف ايڊيوڪيشن فارمين“ ڪيو ويو، جنهن جو پهريون پرنسپال ۽ انسپيڪٽر، مسٽر علي حيدر هو. جنهن کان پوءِ محمد سليمان خاصخيلي، مسز رضيه شاهه، عبدالغفار صديقي ۽ مس شميم ايوبي هن اداري جا سربراهه ٿيا. ان کان پوءِ سيد شير شاهه اداري جو سربراهه ٿيو. جڏهن ته هتي پي. ٽي، سي. ٽي، او. ٽي ۽ ڊي. ٽي. سي جي ڪورسن جي سکيا ڏني وڃي ٿي. ڪاليج جي عمارت ۾ ڇهه عدد وڏا ڪلاس روم، پرنسپال آفيس، اسٽاف روم، ڪلرڪ آفيس، استادن جو ڪمرو ۽ لائبرري شامل آهن. ان کان علاوه ڊمانسٽريشن هال، هاسٽل، سائنس هال، باغيچو، پرنسپال جو گهر، هاءِ اسڪول ۽ جامع مسجد وغيره به آهن.

**ٽريننگ ڪاليج فار وومين حيدرآباد:** هن ڪاليج جو بنياد 31 مارچ 1883ع تي پيو. اهڙو ثبوت ’اخبار تعليم‘ مان ملي ٿو. ان وقت جي ڪمشنر چئن عورتن کي ذهانت جا سرٽيفڪيٽ ۽ شيلڊون ڏنيون، انهن مان هڪ عورت استاد ڀاڳل بيبي هئي، جيڪا هن ڪاليج ۾ ڪم ڪري رهي هئي. اها تقريب حيدرآباد جي ”هوم اسٽيڊ هال“ ۾ منعقد ڪئي وئي.

1920ع ۾ سنڌ حڪومت اهو فيصلو ڪيو تہ مردن جي سکيا واري ڪاليج ۾ ان سان گڏيل پي. سي اسڪول کي عورتن واري سکيا ڪاليج ڏانهن منتقل ڪري ان جي حوالي ڪيو وڃي. 1883ع ۾ ٽن سالن جي سکيا جو ڪورس متعارف ڪرايو ويو، جنهن کي 1923ع ۾ گهٽائي ٻن سالن جو بنايو ويو. 1936ع ۾ وري ساڳئي ڪورس کي ٽن سالن جو بنايو ويو ۽ ان ۾ آلجبرا، ڪيمسٽري ۽ نفسيات جا مضمون شامل ڪيا ويا. ورهاڱي کان پوءِ ٻہ مضمون پڙهايا ويندا هئا. هڪ جي. وي (هڪ سال لاءِ) ۽ پيو ايس. وي (ٻن سالن لاءِ). 1962ع ۾ ٻن سالن وارو ڪورس هڪ سال جي ڪورس ۾ تبديل ڪيو ويو. 1993ع ۾ عارضي بنيادن تي هيٺيان نوان ڪورس متعارف ڪرايا ويا:

1. هڪ سال جو ڪورس. 2. سي. ايڊ هڪ سال جو ڪورس.

1978ع ۾ هن ڪاليج کي گورنمينٽ ايليمينٽري ڪاليج آف ايڊيوڪيشن فار وومين جو درجو ڏنو ويو. هاءِ اسڪول جي پندرهن استادن جون جايون پڻ وڌائي انهن کي سترهين گريڊ ۾ ليڪچرر جو درجو ڏنو ويو. گورنمينٽ ايليمينٽري ڪاليج آف ايڊيوڪيشن فار وومين جو درجو ملڻ کان پوءِ هن ڪاليج ۾ پي. ٽي. سي ۽ سي. ٽي جي نصاب کي سيمسٽر سسٽم ۾ متعارف ڪرايو ويو. شروع کان وٺي هينئر تائين هن ڪاليج جون ڪل 26 پرنسپال ٿي گذريون آهن. مس صغريٰ مختيار سومرو پنجويهين پرنسپال هئي، جيڪا سيپٽمبر 1996ع کان مارچ 1999ع تائين رهي، پوءِ مس ممتاز سومرو کي اپريل 1999ع کان آڪٽوبر 2000ع تائين انچارج پرنسپال مقرر ڪيو ويو. ان کان پوءِ ڪاليج جي پرنسپال مس رضيہ ميمڻ رهي، جنهن آڪٽوبر 2000ع کان وٺي هن اداري کي سنڀاليو.

**ٽريور** (ٻارهون ڪمشنر): هي صاحب سال 1887ع جي وچ ڌاري ڪراچيءَ ۾ آيو ۽ سنڌ جو ڪمشنر ٿيو. شروع ۾ مسٽر مور صاحب ۽ پوءِ مسٽر جيڪسن صاحب سنڌس اسسٽنٽ هئا. سرڪاري معاملن جي سرانجامي وڏي عقلمندي ۽ ڌيرج سان، دستور ۽ معمول مطابق سهڻي نموني ڪيائين. پر سنڌس حڪومت جو زمانو مختصر هو، جنهنڪري سنڌس کي وڏيون ڪارگذاريون ڪونہ آهن. البت سنڌس ايامڪاريءَ ۾ جيڪب آباد ۽ لاڙڪاڻي جي بلوچ قبيلن جي جدا جدا جاگيردارن کي جاگيرن جون سَندون عطا ڪيون ويون. ٽريور صاحب کي سنڌس بهترين ڪارگذاريءَ سبب ڪلڪتي ڪائونسل جو ميمبر مقرر ڪيو ويو هو.

**ٽريور ريسٽ هائوس**: هي تاريخي ماڳ قنبر جي اولهہ ۾ 81 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي ڏاڙهياري جبل جي پرسان هڪ ٽڪريءَ تي واقع آهي. هن ماڳ بابت چون ٿا، تہ اهو انگريز ڪمشنر "ٽريور" ٺهرايو هو. ٽريور صاحب لاءِ "لب تاريخ سنڌ" جي مصنف خداداد خان لکيو آهي تہ هي صاحب 1887ع ۾ سنڌ آيو، جڏهن تہ مرزا قليچ بيگ 1885ع ۾ هتي آيو تہ هن هي ريسٽ هائوس ٺهيل ڏٺو هو. ان مان معلوم ٿئي ٿو تہ، هي ريسٽ هائوس ٽريور صاحب جي دور کان بہ اڳاٽو ٺهيل هو. چيو وڃي ٿو تہ ريسٽ هائوس جي اڏاوت جو سامان اٺن ذريعي مٿي آندو ويو هو. جاين جون ڇتيون ٽين جي پڙڇن جون هيون، جيڪي ٽٽن ۽ بولٽن سان گڏيون ويون هيون. ناليواري محقق اشتياق انصاريءَ جو خيال آهي، تہ هي ريسٽ هائوس "مئنس فيلڊ" 1862ع ۾ ٺهرايو، جيڪو انهن ڏينهن ۾ سنڌ آيو هو. هتان جا جابلو ماڻهو هن کي "ٽريور ريسٽ هائوس" بجاءِ "ٽيڙ ريسٽ هائوس" چون ٿا. هن وقت هي ريسٽ هائوس پٿرن جو ڍير آهي. هي ريسٽ هائوس هڪ چشمي جي ويجهو ٺاهيو ويو هو. انهيءَ چشمي مان هن وقت تائين بہ قدرتي پاڻي وهندو رهي ٿو.

**ٽُرڙ ٽُرڙ**: هي ٿرپارڪر جو مشهور گيت آهي، جيڪو اتي جا عام ماڻهو مال چاريندي يا ڪچهرين ۾ وڏي شوق سان چوندا آهن. هن گيت جي شروعات لاءِ هڪ روايتي قصو آهي. چون ٿا تہ اڳاٽي وقت ۾ لاڙ جو مصري نالي هڪ اوٺي، چاري جي سانگي پنهنجون ڏاچيون ڪاهي "چوڙ نئين" وٽان اچي ٿر ۾ گهڙيو ۽ جالو چونري نالي ڳوٺ لڳ اچي ويٺو. مصريءَ جو مٿو هميشہ ڪوڙيل هوندو هو. ان ڪري اوسي پاسي جا ماڻهو کيس "مصري موڏو" ڪري سڏيندا هئا. جيئن تہ هن لاءِ اهو علائقو نئون هو نہ ڪو دوست هو نہ ساٿي. ان لاءِ هو پنهنجي روح کي ريجهائڻ لاءِ نڙ وڄائيندو هو. هڪ ڏينهن شام جي وقت نڙ وڄائي رهيو هو تہ اُتان سَمي نالي هڪ عورت مال ڪاهي گهر ڏانهن پئي وئي. هوءَ نڙ جو آواز ٻُڌي، مصريءَ وٽ آئي. مصري پنهنجي موج ۾ نڙ پئي وڄايو. هن کي عورت جي اچڻ جي خبرئي نہ پئي. جڏهن چوڌاري اونڌهہ ٿي وئي ۽ مصري نڙ بند ڪيو تہ نڙ بند ٿيڻ سان ئي هوءَ بيهوش ٿي وئي ۽ مصريءَ جي مٿان ڪِري پئي. مصري ڇرڪ ڀري اٿيو ۽ ڊوڙي پاڻي ڪٺي آيو. پاڻيءَ جا ڇنڊا هنيائين. ڪجهہ دير کان پوءِ هوءَ هوش ۾ آئي. ائين هڪ ٻئي سان ٻنهي جو نينهن ٿي ويو. پوءِ اهي لوڪ کان لِڪي ملندا هئا. وسڪاري جا چار مهينا پورا ٿيا. هڪ رات مصري رات جو مال ڪاهي لاڙ واپس روانو ٿي ويو. صبح جو سَمي آئي، وٽاڻ خالي ڏٺائين. ڏاڍي ڳولا ۽ پُڇا ڪيائين پر مصريءَ جو پتو نہ پيو. مصريءَ جي جُدائيءَ ۾ هي گيت سَمي ٺاهيو. پر اهڙي طرح آلاپيندي هئي جو آخري وراڻي ۾ نڙ جي آواز وانگر "ٽُرڙ، ٽُرڙ" جو آواز نڪرندو هو ۽ ماڻهو سمجهندا هئا تہ گيت سان گڏ نڙ ٿو وڄي. ان گيت جو هڪ بند هيٺ ڏجي ٿو:

مصري ڙي موڏو- ٽُرڙ، ٽُرڙ،
جالُو رو چونرو، ٽُرڙ، ٽُرڙ.

**ٽڙوچي**: ضلعي نوابشاهہ جي تعلقي سڪرنڊ ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڇهہ ڳوٺ شامل آهن:

نورمحمد، اميرشاهہ، مِٺو ڪوسو، جڙيو رند، گهنور مهر ۽ اميربخش گوپانگ.

**ٽس**: سُڪل ٽوهن جا ٽڪرا، جيڪي وڍي، ٽڪرا ڪري، ڪَڏ ڪوٽي، واريءَ ۾ پوري ڇڏيا آهن. ڪجهہ وقت کان پوءِ، انهن جو ڪڙو رس، واري جُهي ويندي ۽ ٽَس جا ٽڪرا مال جي کائڻ لائق ٿي ويندا آهن. شاهہ صاحب جي بيت جي هڪ سٽ آهي تہ:

"آٽي وڏائون آهرين، سندا ٽُوهنَ ٽَس".

**ٽسانگ / ٽيانگ**: ٽن انگهن واري ڪاٺي. زمين ۾ ڪتل ٽن شاخن واري ٽوٽي، جيڪا گهٽڻ ڪمن ۾ ايندي آهي. ڳاهيل ڪڻڪ کي صاف ڪرڻ وارو هيانو، جنهن کي ٽي ڏندا ٿيندا آهن.

**ٽسر**: هڪ قسم جو ريشمي ڪپڙو، جيڪو قدري ٿلهو ٿيندو آهي. هن ڪپڙي ۾ چمڪ بہ هوندي آهي. شهري زندگيءَ ۾ هن ڪپڙي مان مرد "فُل سوٽ" (ڪوٽ، واسڪوٽ ۽ پتلون) بہ ٺهرائيندا آهن.

**ٽسيرڪي**: ضلعي حيدرآباد جي تعلقي ٽنڊي محمد خان ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ٽنڊو سائينداد، محبت پرڳڙي، بخشو ٻڙدي، اعواڻ ڳوٺ، خان محمد اعواڻ، صديق ماچي، فقير ميربحر، ملڪ خان محمد ۽ زاهد چيما.

**ٺڦلو:** ٽن قسمن جي پسارڪي وکرن (هريڙن، آئنورن ۽ ٻهيڙن) مان ٺهيل ڦڪي يا دوا، جنهن کي سنڌيءَ ۾ ٺڦلو چوندا آهن. حڪيمن جي چوڻ موجب اهي ٽيئي وکرت صاف ڪرڻ ۽ هر قسم جي بيماري دور ڪرڻ لاءِ مفيد آهن. تنهنڪري انهن کي ڪٽي سڻي ڦڪي ٺاهي رکندا آهن. يا انهن کي پچائي، ماکي ملائي، معجون ناهيندا آهن. حڪيمن موجب معجون توڙي ڦڪي جسم جي هر قسم جي بيماريءَ لاءِ مفيد آهن.

**ٺڦٽي:** عام گهرو استعمال جو هڪ اوزار، جيڪو فوٽ يا ڏيڍ فوٽ ڪن ڊگهو ۽ لوهه مان ٺهيل هوندو آهي. ان جو هڪ چيڙو ٺپيل ٽڪنڊي شڪل جو ٿيندو آهي ۽ ٻيو چيڙو سنهڙي ڳنيءَ جي صورت ۾ ٿيندو آهي. هن اوزار کي ”وراٽي“ به چوندا آهن. جوان سان تئي تان ماني اٿلائڻ يا ورائڻ ۾ آساني ٿيندي آهي. هيءَ اوزار سنڌ ۾ قديم زماني کان رائج آهي، جيڪو ”موهن جي دڙي“ مان تمام گهڻي انداز ۾ مليو.

**ٽَڪَ:** چرخي (اٽت) جي چوٽين ۾ پيل لوهي سيخ، جنهن تي سُت ڪتجي. ٽڪَ کي سرائي به چوندا آهن. اها اڌ فوٽ ڪن سرائيءَ کان ٿوري سنهي ٿيندي آهي. ٽڪَ جي هڪڙي چنهب ۾ ڪپهه جو پهو اٽڪائي، چرخي کي ڦيرو ڏبو ته سُت ٺهڻ شروع ٿيندو؛ پوءِ هڪ هٿي پويان ڪپهه جا پها ٽڪَ سان اٽڪائبا وڃبا ته سُت جي تند ٺهي ويندي. لطيف سائين جي هڪ بيت جي سٽ آهي ته:

”ٽڪَ وِنگِي وَرَ گهٽا، ڪتيان ڪجاڙو؟“

”لاڙ“ واري خطي ۾ ٿورو کير ڏيندڙ ايري سيري مينهن کي ”ٽَڪَ“ چوندا آهن.

**ٽِڪَ:** آرسي، آئينو، جنهن ۾ منهن ڏسبو آهي، جيئن ته ٽِڪَ ۾ منهن ڏسجڻ ۾ ايندو آهي، تنهنڪري منديءَ ۾ جيڪو ٻڙو يا نگ پيل هوندو، ان ۾ به منهن ڏسڻ ۾ ايندو آهي، ان ڪري منديءَ جي ٻڙي/ ننگ کي به ٽِڪ چئبو آهي. هونئن منديءَ جي ٻڙي جو صحيح نالو ”ٽِتو“ آهي. سنڌيءَ ۾ هڪ محاورو ”منديءَ تي ٽِڪَ“ مشهور آهي.



**ٽڪ** (Compositae/ *Eclipta Prostrata*): هي ٻوٽو گند گاهه طور فصل ۾ هر سال ڦٽي ٿو جنهن کي پنگرو چئجي ٿو هي ننڍي قد جو ٻوٽو آهي ۽ ٻنين ۾ پوکيل فصل تي پاڙيندو آهي. هي ٻوٽو سڄي سنڌ ۾ پنهنجي موسم تي ڦٽندو آهي. هن کي اردو ۽ پنجابي زبانن ۾ ”ڀنگرا“ چوندا آهن.

**ٽڪا خان:** جنرل ٽڪا خان 1915ع ڌاري ڳوٺ جوڇها ممدوٽ تعلقي کهوٽا ضلعي راولپنڊيءَ ۾ پيدا ٿيو 1940ع ۾ انڊين ملٽري اڪيڊمي ديره دون مان آرٽلري آفيسر طور ڪميشن حاصل ڪيائين. ٻي مهاڀاري لڙائيءَ دوران مغربي صحرا ۽ برما ۾ جنگي خدمتون سرانجام ڏنائين. 1946ع ۾ ڪمانڊ اينڊ اسٽاف ڪاليج ڪوئيٽا مان سند حاصل ڪيائين. 1951ع تائين هڪ آرٽلري رجمنٽ جي



جنرل هيڊ ڪوارٽر ۾ ڊپٽي ڊائريڪٽر آف آرٽلري مقرر ٿيو. 1955ع ڌاري برگيڊيئر جي عهدي تي نامزد ٿيو ۽ کيس ڊويزنل آرٽلريءَ جي ڪمان سونپي وئي. 1958ع تي ڊائريڪٽر اسٽاف ڊيوٽيز ۽ 1960ع ۾ ڪوآرٽلري جو ڪمانڊر مقرر ٿيو. 1962ع ڌاري ڊويزن ڪمانڊر جي عهدي تي کيس ترقي ملي. اپريل 1965ع ڌاري رڻ ڪڇ سيڪٽر ۾ سندس قيادت ۾ پاڪستاني فوج ڀارتي فوج کي زبردست شڪست ڏني ۽ هي هڪ فاتح جنرل طور مشهور ٿيو. سيپٽمبر 1965ع جي پاڪ ڀارت جنگ دوران سيالڪوٽ سيڪٽر ۾ هڪ ڊويزن جي ڪمان ڪري هن ڀارت جي پيش قدمي روڪڻ ۾ ڪردار ادا ڪيو. 1965ع جي جنگ ۾ خدمتن عيوض کيس ستاره پاڪستان جو اعزاز ڏنو ويو. 1966ع ۾ جنرل هيڊ ڪوارٽر ۾ ڪوارٽر ماسٽر جنرل جي عهدي تي فائز ٿيو. 1967ع ۾ جڏهن ٽڪا خان حيدرآباد ۾ مارشل لا ائڊمنسٽريٽر هو ته هن سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ سندس هڪ عزيز جي ’سنڌي مضمون‘ ۾ فيل ٿيڻ تي سنڌي مضمون کي ختم ڪرايو چون ٿا ته علامه آءِ. آءِ. قاضي به هن جي مداخلت سبب سنڌ يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسلريءَ تان استعيفا ڏني هئي. 1969ع ۾ هي ليفٽيننٽ جنرل بڻيو ۽ گڏوگڏ ڪور ڪمانڊر به ٿيو. صدر يحييٰ خان جي دور ۾، 1971ع ۾ کيس مشرقي پاڪستان جو گورنر ۽ فوجي ڪمانڊر مقرر ڪيو ويو. ان وقت مشرقي پاڪستان ۾ بغاوت پڪڙيل هئي ۽ ٽڪا خان ان کي روڪڻ لاءِ فوجي ڪارروائي ڪئي. جنهن دوران هزارين بنگالي ماريا ويا. عورتن سان زيادتيون ٿيون. ان وقت جي حڪومت هن کي سيپٽمبر 1971ع ۾ مغربي پاڪستان ۾ ڪور ڪمانڊر مقرر ڪيو. 14 آگسٽ 1971ع ۾ هن کي هلال قائداعظم ۽ 8 سيپٽمبر 1971ع ۾ هلال جرائت جي اعزاز سان نوازيو ويو. 1972ع ۾ فل جنرل ٿيو ۽ ان سان گڏ پاڪستان آرمي جو چيف آف اسٽاف مقرر ڪيو ويو. 1976ع ڌاري فوج مان ريٽائر ٿيو ۽ وزيراعظم ذوالفقار علي ڀٽي جو قومي تحفظ لاءِ مشير مقرر ٿيو. ڀٽي جي آخري دورِ حڪومت ۾ پيپلز پارٽي ۾ شامل ٿيو ۽ وزير مملڪت مقرر ٿيو. جنرل ضياءالحق جي دور ۾ هن کي نظر بند رکيو ويو. جنرل ٽڪا خان پاڪستان پيپلز پارٽي جو سيڪريٽري جنرل به رهيو. محترمه بي نظير ڀٽو جڏهن 1988ع ۾ پاڪستان جي وزيراعظم مقرر ٿي ته جنرل ٽڪا خان 1988ع ۽ 1990ع ۾ پنجاب جو گورنر رهيو.

**ٽِڪارَ:** سانجهيءَ جي مهل، نما شام جو وقت. اها مهل، جنهن ۾ ڏينهن جا ٽي پهر پورا ٿي ويا هجن ۽ چوٿون پهر هلندڙ هجي، ان کي ”ٽِڪار جي مهل“ چوندا آهن. توهم پرست سماجن ۾ اها نحس يعني نياڳي مهل ليکبي آهي.

**ٽِڪاٽو:** هندن جي مندر کي ٻين لفظن ۾ ٽِڪاٽو به چئبو آهي، جتي ڀڳتي، پاوَ ۽ پوڄا به ڪئي ويندي آهي.

**ٽڪ ٽڪائي ٽنڊڻ** (Beatle Click): ٽنڊڻ جو هڪ قسم، جيڪو هوا ۾ ٽپڪيون ڏيندي پليءَ پَر ڪرندو آهي ته زمين تي سَنئين پر ٿيڻ وقت ٽڪ ٽڪ جو آواز ڪندو آهي، جنهن جا ٻچا تند-ڪينئان (Wire Warm) سڏجن ٿا.

**ٽڪٽڪي:** ٽن ڪاٺين مان ٺهيل گهوڙي، جنهن جي ذريعي ڏوهاري کي قابو ڪري ٻڌي ڦٽڪا هڻجن.

**ٽڪر:** زمين جي وڏن وڏن ٽڪرن/ جبلن جا ٽي قسم آهن. آتش ٽڪر، تهدار ٽڪر ۽ تبديل ٿيل ٽڪر.

آتشي ٽڪر: هي زمين اندر ٽهڪندڙ مادي جا ٺهيل آهن. جنهن کي ميگما (Magma) چئجي ٿو. ڪن سببن جي ڪري جڏهن زمين اندر گرم ٽڪرن تي

داب گھٽجي وڃي ٿو ته ٽھڪندڙ مادو ميگما جي صورت اختيار ڪريو وٺي. سخت داب هيٺ، ميگما مٿين ٽڪرن کي پري ڪري زمين جي مٿاڇري ڏانهن وڌي ٿو ۽ ڪڏهن ڪڏهن ڪنهن ڪمزور حصي يا ڏار مان ٻاهر نڪري اچي ٿو. جنهن کي لاوا (Lava) چئجي ٿو ۽ لاوا ٿڌو ٿي ٽڪرن جي شڪل وٺي ٿو. انهن ٽڪرن کي "سونهري ٽڪر" چئجي ٿو. انهن جي سڃاڻپ اها آهي ته اهي شيشي وانگر چمڪندڙ ۽ ڪائي جهڙن قلمن (Crystals) جا ٺهيل هوندا آهن.



ڪڏهن ڪڏهن ميگما زمين جي مٿان نه پهچي سگھندو آهي ۽ اندر ئي ٿڌو ٿي ٽڪرن جي شڪل وٺندو آهي. اهڙن ٽڪرن کي "اندريان آتشي ٽڪر" چئبو آهي. جيڪي آتشي ٽڪرن جي نسبت وڌيڪ کهرا ٿين ٿا ۽ سندن قلم به وڏا ٿين ٿا. ٻاهرين آتشي ٽڪرن جا مثال گريفائيٽ جبل آهن، جيڪي رستن ناهڻ ۽ عمارتن جي اڏاوت ۾ ڪم اچن ٿا. اندرين آتشي ٽڪرن جو هڪ قسم بسالٽ ٽڪر آهن، جيڪي سائي يا ڀوري رنگ تي مائل ٿين ٿا. (وڌيڪ ڏسو: "آتش فشان")

**ٽڪرا ٽنل صليب جا** (ڪتاب): هي ڪتاب ناليواري شاعر شيخ اياز جي نثري شاعريءَ تي مشتمل آهي، جنهن جو پهريون ڇاپو سگنڊ پبليڪيشن لاڙڪاڻي پاران زيب سنڌيءَ نومبر 1984ع ۾ شايع ڪيو. ڊيمي سائيز جي 110 صفحن تي مشتمل پهرئين ڇاپي جي قيمت 35 روپيا هئي. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو اياز جي هئي هڪ ڪتاب "واٽون ڦلن ڇانئيون" سان گڏيل صورت ۾، ڊيمي سائيز جي 266 صفحن تي مشتمل، نيو فيلڊس پبليڪيشن حيدرآباد پاران 1991ع ۾ ڇاپايو ويو جنهن جي ڪچي جلد جي قيمت 60 روپيا ۽ پڪي جلد جي قيمت 80 روپيا آهي.




پهرئين ڇاپي ۾ "ڳالهيون" عنوان سان زيب سنڌيءَ لکيو آهي ته "شيخ اياز جا ڪيترائي نوٽبڪ آهن، جن ۾ هن جي مطالعي ۽ مشاهدي جا نوٽ ورتل آهن، جن مان اڪثر نظري نظم جي صورت ۾ آهن. انهن مان ڪن ٽڪرن کي مجموعي تاثر نظم جو آهي، ۽ ڪي هن جي وسيع مطالعي ۽ مشاهدي جو مختصر لفظن ۾ نچوڙ آهن.

هئي گڏيل ڇاپي جو انتساب، شيخ اياز پنهنجي پياري دوست مرحوم ع. ق. شيخ جي نالي ڪندي هيٺيون شعر ڏنو آهي:

"شال سياڻي جهول ڀري،
جي به لُڙيءَ ۾ لوچي ويا،
تن کي ڪوئي ياد ڪري!"

هن جا ٻه اکر لکندي، شيخ اياز لکي ٿو ته: "منهنجا نثري نظم جا ڪل ٽي ڪتاب ڇپيا آهن: 'پتڻ ٿو پور ڪري'، 'ٽڪرا ٽنل صليب جا'، ۽ 'واٽون ڦلن ڇانئيون' (جنهن ۾ ڪجهه منظوم نظم به آهن).

دراصل ٽنهي ڪتابن ۾ ڏنل نثري نظم، منهنجن ڪيترن نوٽبڪن تان ورتل آهن، جن ۾ مان پنهنجي مطالعي کان پوءِ ناول، ڪهاڻين، شاعريءَ ۽ ٻين ڪتابن تان ڪجهه ٽڪرا نوٽ ڪري ڇڏيندو هوس ۽ نوٽ ڪندي ڪنهن مهل پنهنجا ڪيئي اصل نثري نظم به ساڳين نوٽبڪن ۾ لکي ڇڏيندو هوس. ترجمي وارن ٽڪرن تي ڪٿي اصلي مصنفن جا نالا ڏنل هوندا هئا. "ٽڪرا ٽنل صليب جا" ۾ شامل منهنجي منظوم شاعريءَ ۾ ته هڪ سٽ به ترجمو نه آهي.... ڪجهه سٽن ۾ منهنجي نوٽبڪن جا ترجما اچي ويا آهن."

**ٽڪرا ٽڪرا ننڊ** (ڪتاب): ميهڙ ڄائو ۽ پوني (هند) ۾ رهندڙ مشهور شاعر گوردن شرما "گهايل" جي شاعري (ڪوتائن) جو هي ڪتاب سيپٽمبر 2001ع ۾ سنڌي ادبي سڀا، پوني پاران ڇپجي پڌرو ٿيو. هن ڪتاب جي ابتدا ۾ شاعر جو تعارف ڏنل آهي ۽ ڪتاب جو مهاڳ، مشهور سنڌي شاعر تاجل بيوس جو لکيل آهي. ڪتاب سنڌ ۽ هند جي نئين پيڙهيءَ کي ارپيل آهي. هن ڊيمي سائيز جي 92 صفحن جي شعري مجموعي ۾ غزل، نظم ۽ شاعريءَ جون ٻيون صنفون شامل آهن. ڪتاب جي قيمت 60 روپيا آهي.




**ٽڪر مڇي**: هي مڇيءَ جو هڪ قسم آهي، جيڪا مڇي گڏوءَ طرف ملندي آهي. سواد "ڊبي" مڇيءَ جهڙو اٿس. اِن کي ڪنڊا نه ٿيندا آهن: ترڻ ۾ ٻين مڇين کان تيز آهي؛ ٻچا، آنيءَ مان ڪندي آهي.

**ٽِڪري**: جوئا جو اڏو، اهو هنڌ، جتي ماڻهو گڏ ٿي جوئا کيڏندا هجن.

**ٽڪڙي**: هڪ قسم جي ننڍڙي ساهمي، جيڪا خاص طرح سون چاندي يا هيرا موتي تورڻ جي ڪم ايندي آهي. هيءَ تارازي سونارن ۽ صرافن جي دڪان تي شيشي جي ڪٻٽ ۾، هوا کان محفوظ رکيل هوندي آهي، ڇو ته هوا جي اشاري سان به تور ۾ فرق اچي ويندو آهي.

**ٽِڪلو/ ٽڪو**: هي زيور آهي، ٽڪو سنڌ جي هر قوم ۽ قبيلي جي ٻهرواس ۾ اچي وڃي ٿو. هندو توڙي مسلمان عورتون ٽڪو استعمال ڪنديون آهن. اهو ڳهه مٿي ۽ پيشانيءَ جو ڳهه ليکبو آهي. سماٽ ۽ بلوچ ذاتين جي ٽڪلن جي نوعيت جدا ٿئي ٿي. اِن کي "ٽڪڙو" به چون. ٽڪلو ڏيج يا ٻڙي ۾، مائٽ (پيڪا) به ڏيندا آهن ته ساهرا به ڏين. ڪنوار ٽڪلي کان سواءِ نه سونهندي آهي. ٽڪلو رائيدار به ٿئي ته جڙاءُ به. سنڌ ۾ ڪڇ وارا رائيدار ٽڪلو ٺهرائين ته وري ٻين علائقن وارا جڙاءُ. ٽِڪلو ميناڪاريءَ وارو به ٿئي ته ٺپي وارو به. ٽڪلو اليءَ کان ٿورو مختلف ٿئي. هن ۾ گول

پٽريءَ تي جڙاءُ ٿئي ۽ گول ڪنارن کان ڪڙيون لڳن، جنهن ۾ پيريون، چمڪيون، جڙاوٽيون بہ پون. ٽڪلي کي سينڌ وٽان وارن ۾ قابو ڪرڻ لاءِ



ٽڪلو/ ٽڪڙو زيور

ڪنديو ۽ ڏانوٽي بہ ٿئي: ڏانوٽي ويڪري بہ ٿئي تہ سنهي بہ، ڏانوٽي سون جي بہ ٺهي تہ موتين جي بہ. پوچ واري ڏانوٽي بہ ٽڪلي ۾ لڳائي ويندي آهي. ٽڪلي تي جڙاءُ وينجهر ڪن ۽ موتين جي پوچ وري وينجهارڻيون ڪن. زالين مڙسين وينجهر ڳهہ ڪي ويتر سينگارين. ٽڪلو سنڌ توڙي ننڍي ڪند جي ہين قومن جون عورتون بہ پائين. هي ڳهہ سون مان ٺهي ۽ سرنديءَ وارا ٺهرائين. لوڪ شاعريءَ جي سينگار واري صنف ۾ هن ڳهہ جو ذڪر ٿيل آهي. سنڌي غزل ۾ بہ هن جو ذڪر ملي ٿو.



**ٽَڪلو** Blue-cheeked Bee-eater

*Merops Superciliosus*: ٽڪلي پکيءَ جا نر ماد هڪجهڙا ٿيندا آهن. هن پکيءَ جي منهن تي ڪنن تائين نيرو پٽو ٿيندو آهي ۽ ان جون اکيون ڪجليون هونديون آهن. هن پکيءَ جي ڪاڏيءَ تي هيڊو پٽو ٿيندو آهي، ڳچي ڳاڙهي، ڪنڀ گهاٽا ساوا، ڪوڪي جهڙي نوڪدار چهنب ۽ پڇ جا وچيان ڪنڀ سِنها، ڊگها ۽ نوڪدار ٿيندا اٿس.

**ٽڪلو** (ننڍو) Little Green Bee-eater/*Merops orientalis*: هي مکيون



خورسائو پکي 22 سينٽي ميٽرن جو ٿئي ٿو. ان جا نر ماد هڪ جهڙا ٿين ٿا. پَرن ۽ جسم جو رنگ هلڪو طوطائي ۽ پڇ جو رنگ ڪجهہ وڌيڪ گهرو ٿئيس ٿو. مٿو ۽ ڪنڌ هلڪي سروٽي رنگ جو اٿس، ڳچي ۽ ڳل آسماني نيري رنگ جا، ڳچيءَ ۾ سنهو ڪارو ڪنٺ، چهنب کان اکين، ڪنن ۽ ڪياڙيءَ تائين ٿلهو ڪارو ليڪو هوندو اٿس جڻ تہ هيڪاندو ڪجل پاتو هجيس. پُڇ جا وچان ڪنڀ سنها، ڊگها، نوڪدار ۽ هلڪا نيرا هوندا اٿس. چهنب ڪوڪي جهڙي ڊگهڙي پر ڪجهہ مڙيل اٿس. ہين ٽڪلن وانگر هي ڪافي رنگين پکي آهي. هن جو پڇ نون انچن جو، جنهن جي ويڪر ہہ انچ ٿئي ٿي. سندس ٽنگون گهري ناسي رنگ جون ٿين ٿيون. سندس پير جڙيل آهن. سندس آواز تري ....تري....تري... وانگر ٻڌڻ ۾ ايندو آهي. هي پکي سنڌ کان سواءِ آفريڪا جي رڻ پٽ، سينگال، اٿوپيا ۽ نيل جي ماٿري مصر ۾ بہ ڏٺو ويو آهي. ان ڪانسواءِ اولهہ سعودي عرب ۽ ايشيا جي هندوستان کان ويٽنام تائين ڏٺو ويو آهي.

هي پکي وڻڪار وارين ٻهراڙين، پوکن ۽ نيم صحرائي ماحول ۾ آبادين وٽ ڏسڻ ۾ آهي. اڪثر ڪنهن ٽنيي يا تار تي ويٺل نظر ايندو آهي ۽ هڪ جاءِ تي نہ ويهندو آهي. هر وقت جيتن جي تاڙ ۾ هوندو آهي. هي پکي ٻنين، نخلستانن ۽ انساني آبادين جي ويجهو رهي ٿو. اتي ئي ڪنهن وڻ تي آنا ڦوڙي ٻچا ڏئي ٿو.

**ٽڪلِي**: ٽپال ڪاتي يا روينيو محصول طور استعمال ٿيندڙ چٽڪي. (تفصيل لاءِ ڏسو: "ٽپال جو سرشتو")

**ٽَڪ ـ ماڳ**: هي ماڳ ڪاپٽ کان اٽڪل ساڍا ٽي ڪلو ميٽر ڏکڻ-اولهہ تعلقي ٿاڻو بولا خان ضلعي ڄامشوري ۾ موجود آهي. پٿرن جي ڍڳ واري هن ماڳ مٿان ڪي اڏاوتون بہ تعمير ٿيل آهن. جن ۾ ست ڪمرا آهن، وچيون ڪمرو اوير توڙي اولهہ پاسي وارن ڪمرن جي سنوت کان وڌيل آهي. ڪرنل فريئر ڪراچيءَ کان سيوهڻ ويندي هي ماڳ ڏٺو هو. هن خيال ڏيکاريو هو تہ هن قسم جون اڏاوتون مسافرن جي اجهي لاءِ بہ ٿي سگهن ٿيون. ايچ. ٽي. لمبرڪ بہ سنڌ جي تاريخ ۾ ٽڪ ماڳ جي آثارن جو ذڪر ڪيو آهي.

**ٽڪ مڪان**: هي ماڳ ديهہ ٽڪو بارڻ، ٽپي ڪلو ڪوهہ، تعلقي ٿاڻو بولاخان ضلعي ڄام شوري ۾، اتر ويڪرائي ڦاڪ $25^{0}$ 12' 14" اوير ڊگهائي ڦاڪ $67^{0}$ 41' 19" تي موجود آهي، جيڪو اٽڪل چئن ايڪڙن تي پکڙيل هي قبرستان ڳوٺ لالو ڪيري ۽ اوڍيري بنيءَ جي ايرنڌي ۾ ٽڪريءَ جي دامن ۾ آهي. هتي اهڙيون قبرون آهن، جن جا ڊگها وڏا پٿر ڪري پيا آهن. ۽ ڪي سلامت آهن. قبرن تي اڪر جو ڪم ڪيل آهي، پر هاڻي هن قبرستان ۾ پراڻي رواج موجب نيون پٿر جون قبرون بہ اُڪر سان ٺاهيون وڃن ٿيون، جيڪي گڏريل ہن ٽن ڍاڪن جون آهن. ان لاءِ ڏيان ۾ رهي تہ گڏريل ويهن سالن ۾ ٺهيل نيون اڪر جون قبرون اڳتي هلي ڪنهن محقق لاءِ مسئلو بنجي سگهن ٿيون، جو تہ نين ۽ پراڻين قبرن ۾ فرق ڪرڻ محال ٿي پيو آهي. هن ماڳ جو اڳ ۾ ڪنهن تاريخ ۾ ذڪر نہ آهي. هنن پٿر وارين گهاڙين ۾ صرف هڪ گهاڙيءَ تي سن 1150هہ/ 1737ع لکيل آهي، جيڪا هڪ وڏي ٿلهي تي ٺهيل آهي.

**ٽِڪَنڊِي**: هڪ قسم جو ٻوٽو، جنهن جي ٻج ۾ ٽي ڪنڊا ٿيندا آهن. هن ٻوٽي کي "ٻرٽ" پڻ چئجي ٿو.

هڪ قسم جي ول، جيڪا پٽ تي پکڙندي آهي.

**ٽِڪڻ**: ٺوڙهہ جو تارونءَ وارو حصو. هندو ماٺهو خاص ڪري ٻانيڻ ۽ ٻيا ڌرمي ماڻهو گهڻو ڪري ٽڪڻ تي چوٽي رکائيندا آهن. سندن خيال موجب تارون (ٽِڪڻ) وارو حصو گرميءَ ۽ سرديءَ کان جلد متاثر ٿيندو آهي.

**ٽَڪو**: ٽامي جو هڪ سِڪو، جيڪو پاڪستان جي قيام کان اڳ ۽ ڪجهہ پوءِ بہ رائج رهيو. هن سڪي جو ملهہ ہہ پئسا هوندو هو. هن سڪي جي جدول هيٺينءَ ريت ڳڻبي هئي.

**ٽامي جا سڪا:**

هڪ رپئي ۾ 16 آنا
هڪ رپئي ۾ 32 ٽڪا
هڪ رپئي ۾ 64 پيسا
هڪ رپئي ۾ 192 پايون
هڪ رپئي ۾ 128 آڌيلا

**نِڪِل مان ٺهيل سڪا:**

آنو = 4 پئسا
آڌيو = اڌ آنا
پاؤلي = 4 آنا
ٻياني = 2 آنا



هڪ پائي    هڪ آنو


هڪ پئسو    ٻياني

چانديءَ مان ٺهيل ٻيانيءَ کي ”ڪوڙي“ چوندا هئا. هڪ رپئي ۾ اڌ ڪوڙيون هونديون هيون. ٽڪو اصل ۾ پراڻو هندستاني سڪو هو، جنهن جو نالو ”ٽنڪا“ هو. اُهو هندستاني ٽڪو 4 ماسا تور جو چانديءَ مان ٺهيل هوندو هو. دهليءَ جي سلطان التتمش (607هه/1210ع کان 633هه/1235ع) جيڪو چانديءَ جو سڪو رائج ڪيو، ان جو نالو به ”تنڪ“ رکيائين، حالانڪ ان کي ”تولو“ (12 ماسا) چوڻ زياده صحيح هو. بعد ۾ اهو سڪو هندستان ۾ ”سعيدي سڪو“ شمار ٿيڻ لڳو. چانديءَ جو ”تنڪو“ محمد بن تغلق جي دور کان پوءِ آهستي آهستي، ملاوٽ جي ڪري، گهٽ کان گهٽ قيمت وارو سڪو ٿي ويو. ايستائين جو لودين جي حڪومت ۾ عملي طرح ٽامي جو سڪو ٿي ويو. شيرشاهه سوريءَ (946هه/1539ع کان 952هه/1545ع) پنهنجي دور ۾ سڪن ۾ وڏي تبديلي آندي، ۽ هن اصلي چانديءَ جا ۽ پوري وزن جا سڪا ٻيهر ٺهرايا، پر اهي ”رپئي“ جي نالي سان سڏجڻ لڳا. اڪبر بادشاهه، جيڪو رپئي جو سڪو جاري ڪيو، سو به ”رپيو“ ئي رهيو. البت اڪبر بادشاهه ”تنگ“ جي نالي سان ٽامي جو سڪو به جاري ڪيو.

هن وقت فقط سنڌ ۾، ٽامي واري ٻن تولن جي سڪي کي ”ٽَڪي“ طور ياد ٿو ڪجي. بنگال ۾ اڄ به ڪرنسي کي ”تنڪ“ چوندا آهن.

**ٽِڪو:** ٽِڪو ۽ تلڪ اهو نشان آهي، جيڪو لڳائبو ناهي، بلڪ ڪيبو يا ڏبو آهي. ٽڪو مسلمانن جي نئين چاول هار کي به نرڙ تي ڏبو آهي. گهڻو ڪري نظر ڏنياٽيءَ لاءِ ڏيندا آهن. اها سنڌ جي پراڻي رسم آهي. هندو رواج موجب زالون، مرد توڙي ٻار، نرڙ تي تلڪ لڳائيندا آهن. ان کي ٽڪو چوندا آهن. خاص طرح سردار يا حاڪم کي ٽِڪي جو خاص نشان لڳايو ويندو هو. ٽڪي لڳائڻ جي رسم سنڌ توڙي هند ۾ پراڻي زماني کان هلندي اچي ٿي. جنهن شخص کي تخت جو مالڪ يا سردار تسليم ڪبو هو تنهن کي ڪنواريون ڇوڪريون تخت تي ويهڻ يا پڳ ٻڌائڻ مهل نرڙ تي ٽڪو لڳائينديون هيون. ٽڪي لڳائڻ جو رواج مغلن جي دور ۾ به هو. جهانگير جي زماني ۾ اڪبري دربار جي هڪ ملازم راءِ سنگهه جي مرڻ کان پوءِ، اُن جي ٻن پُٽن دلپت ۽ سورسنگهه جو گاديءَ تي تڪرار ٿيو جنهن ۾ اصل حقدار دلپت هو. جڏهن ته سورسنگهه اها حجت پيش ڪئي ته سندس پيءُ پنهنجي جيئري ڪيس ٽڪو لڳائي، پنهنجو جانشين مقرر ڪري ويو هو. ان تي جهانگير چيو ته ”چڱو جي ائين آهي ته پوءِ آئون ٿو دلپت کي تلڪ لڳايان“. پوءِ پنهنجي هٿ سان، اُن کي تلڪ لڳائي، سندس پيءُ جي گاديءَ تي ويهاريائين.

**ٽُڪ واري رلي:** هن قسم جي رليءَ ۾ مختلف رنگن جي اڳڙين مان مختلف ڊزائين جا ٽڪرا ڪٽي رليءَ جي مٿئين پڙ تي ورچي سبيا آهن ۽ اهڙيون رليون ٽڪ جي نمونن جي پويان ئي مختلف نالن سان سڏبيون آهن جيئن ٺمڪي رلي، چومڪي رلي، ٻڙي ڪٽ رلي، ول ڦيري رلي، ڪوهه ڦيري رلي، دامدار رلي، زنجيري رلي، پوپٽي رلي، پنڪڙي رلي، نانگ ڦٽي رلي،



مور ڪنيي رلي، نانگ ٽاري رلي، نور پچي رلي، ڪانءُ پيري رلي، پکي وري رلي، چنڊ تارا رلي، چوپڙا ڊارا رلي، نٽ بولي رلي، اُٺ ڪجائي رلي، ڪجيءَ تاري رلي، لهريلي رلي، هندورائين رلي، اندلئي رلي، ڦٽيءَ ڪور رلي، غاليچي رلي، گل فرشي رلي، پتاشي رلي، چانڊوڪي رلي، ڏينهن رات رلي، لوڙهي ٽپ رلي، پت ڪٽ رلي، جونهري چنهب رلي، منهن منهي رلي، ڪڙهه ڪٽ رلي، ٻانڊ ٻڙي رلي،



گل ڦل رلي، چرخي ڪر رلي، مائي منڊ رلي، موڙ سري رلي، رنگ رنگي رلي وغيره. هنن قسمن مان ڪيترا اهڙا قسم آهن، جن جون وري مختلف شاخون به آهن. جيڪي وري اصل جي نسبت سان گڏ نالن سان سڏجن ٿيون.

**ٽڪو بارڻ:** ضلعي دادوءَ جي تعلقي ٽاڻي بولاخان ۾ ”ٽڪو بارڻ“ نالي مشهور ماڳ آهي. ٽڪو بارڻ ڪوهستان تعلقي جي هڪ ديهه به آهي. هن ماڳ تي اهو نالو ان ڪري پيو آهي، جو چند سؤ فوٽ جبل جي پيڙهه کان مٿيرو پهاڙ جو ڳپل حصو پچي ڪري پيو آهي. ان ڪري، انهيءَ هنڌ هڪ ٽڪي جهڙو نشان ٿي بيٺو آهي. ان جي سامهون جبل جي پيڙهه کان ڪجهه مٿيرو هڪ چشمو آهي، جو رُوڻ جي شڪل ۾ ٿوري پنڌ تائين واهيءَ وانگر وهي هلي ٿو پر مشڪل سان آباديءَ جون ضرورتون پوريون ڪري سگهي ٿو. هن چشمي جي ڏکڻ اولهه ۾ ڪي قديم آثار موجود آهن. ڳپل ايراضيءَ ۾ پکڙيل پٿر جي جاين جون پيڙهيون، 1991ع ٻن يا ٽن ٻارن تائين موجود هيون. هتي اڄ به عام جام موجود آهي. هڪ ٻن هنڌن تي عام سطح کان وڌيڪ مٿاهان به ٿيا آهن، جن تي به ٺڪريون ۽ پٿر اهڙي نموني پکڙيل آهن، جو انهن کي به چئي سگهجي ٿو هتي جي آثارن ۾ پٽيون، ڪوٺين جا بنياد ۽ پوڙيون شامل آهن. هن قديم وسنديءَ جي آثارن جي پکيڙ جي آڌار تي اهو چئي سگهجي ٿو ته تاريخ جي زماني کان اڳ هيءَ واهي هن ڳوٺ جي ماڻهن ۽ مال جي پيئڻ جي پاڻيءَ وغيره جون ضرورتون پوريون ڪندي

هوندي. هي علائقو هيٺانهون ۽ ٻن ٻهاڙن، ڪيرٿر ۽ ميهٽيءَ، جي گڏجڻ واريءَ ڪنڊ کي ويجهو هئڻ ڪري، ڪنهن به سمي پاڻيءَ کان خالي نه رهيو هوندو. هن واديءَ مان معلوم ٿئي ٿو ته پراڻي دور جو انسان ضرور رهيو هوندو. ٽڪو بارڻ جي آثارن جي کوٽائيءَ سان آسپاس بابت ڪافي ڄاڻ ملي سگهي ٿي.

ٽڪو بارڻ ديهه ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن:

حڪيم، پريو چنو، حاجي ابراهيم، احمد خان، حاجي گل محمد، محمد مراد، الهه بخش، شاهه غازي، نثار گبول، رڪيو خان، رمضان گبول، پيارو گبول، خدابخش، خان محمد، گوهر گبول، جلال گبول، ايوب گبول، خدابخش گبول، گل محمد گبول، ولي داد، مريد گبول ۽ عبدالمجيد.

**ٽڪوري** (اوزار): هي رڪ مان ٺهيل رواٽ کان ننڍي ٿيندي آهي. هن جا ڪافي نمونا ٿين ٿا. هيءَ نه پاسي ٿيندي آهي ۽ لوهه يا رڪ جي نازڪ اوزارن کي ڪانچ ڏيڻ ۽ سندن منهن جي سنوت ۾ ڪم ايندي آهي. هي ڪاريگريءَ ۽ ڪرٽ جي ڏندن کي تکي ڪرڻ جو خاص اوزار آهي.

**ٽڪ/ٽڪيا ديس**: پنجاب تي يونانين جي قبضي جي ڪجهه صدين کان پوءِ پنجاب ٽڪي (Taki) ديس جي نالي سان مشهور ٿيو. مشهور چيني سياح هيون سانگ (Hwen Thsang) ستين صدي عيسوي (629ع کان 645ع) ۾ هندستان آيو ته ان وقت به پنجاب جو اهو نالو رائج هو. جنهن جو ذڪر هن پنهنجي سفرنامي ۾ به ڪيو آهي. چيني لهجي ۾ اهو نالو (Tse_Kia) ۽ (Taki) طور استعمال ٿيو آهي. ٽڪيه "ٽڪي" جو متبادل نالو هو . جيڪو ستين صدي عيسويءَ ۾ ٽڪيه سلطنت ۽ پايه تخت هئي جو نالو هو. ستين صدي عيسوي ۾ ٽڪيه سلطنت ٽن صوبن ۾ تقسيم ٿيل هئي. جنهن جا نالا ٽڪي واقع اتر الهندي، شورڪوٽ واقع اوير ۽ ملتان واقع ڏکڻ ۾ هئا. پاڪستاني فوج جو مشهور جرنيل ٽڪا خان، پنجاب جي مشهور سياسي شخصيت اقبال ٽڪا خان پڻ انهيءَ علائقي مان هئا.

**ٽِڪي**: راند جي اصطلاح ۾ سَرسي (سوڀ).

'ٽڪي چڙهڻ' هڪ اصطلاح طور استعمال ٿيندو آهي، جنهن جي معنىٰ ڪنهن تي سرسي حاصل ٿيڻ هجي ٿي.

ڪو ڪم پهرين ڪوشش ۾ سڦل ٿيندو آهي ته چئبو آهي:

'پهرين ٽڪي ڪير پري، ٻي به ڏيندو الله'

لفظ "ٽِڪي" عام طرح دوا جي گوريءَ لاءِ ڪم ايندو آهي. ان کان سواءِ هڪ قسم جي مٺائي پڻ ٿيندي آهي. (شادي، مڱڻي وغيره ۾ ٽڪيون ورهائيندا آهن). صابڻ جي به ٽِڪي (يا چڪي) ٿيندي آهي. مٺائيءَ جون ٽڪيون "پان سعيد آباد" جون تمام مشهور آهن.

**ٽَڪ يا ڦر**: سونارا ٽَڪِ رکي ٽانڪو واهيندا آهن. ٽَڪِ ٽانڪي جي هڪ ذري کي چوندا آهن. ٽانڪو جيڪو مختلف ڌاتوئن جي ميلاپ جو نتيجو هوندو آهي، انهيءَ کي ڪٽي سونارا ذرو ذرو ڪندا آهن. انهن ذرن مان هڪ ذري کي "ٽَڪ" چوندا آهن. البته "رائي مال" مان ٺهيل ٽانڪي يا رائي پني جي ٽانڪي جي ٽڪري کي "ڦر" سڏيندا آهن.

**ٽِڪيٽ**: پهرين ريل گاڏيءَ جو سفر ڪرڻ جي پاس کي "ٽڪيٽ" چيو ويو. جيڪا ننڍڙي پاڻي جي ٽڪريءَ تي ڇپيل ٿيندي آهي. ان کان پوءِ اهو لفظ بس، سنيما وغيره جي ٽڪيٽ لاءِ به استعمال ٿيڻ لڳو جيڪو اڄ تائين ٻوليءَ ۾ هلندو اچي ٿو.

**ٽڪي جي رسم**: منگهي پير جي ميلي ڪراچيءَ ۾ شيدي هي رسم ادا ڪندا آهن. هي ميلي جي اهم رسم ليکي ويندي آهي، جيڪا چار ڏينهن هلندي آهي. هن ميلي ۾ شيدين جا چار وڏا قبيلا ڪارادري، لاسي، حيدرآباد ۽ ٻيلاري (ٻيلي وارا) شريڪ ٿيندا آهن. هر قبيلي لاءِ ٽڪي جي رسم ادا ڪرڻ لاءِ الڳ ڏينهن مقرر ٿيل هوندو آهي. پهريون ڏينهن وڏي قبيلي ڪارادرين لاءِ مخصوص ٿيل هوندو آهي. رسم صبح جو 9 وڳي کان مگرمان وڄائڻ سان شروع ٿيندي آهي، جنهن تي شيدي ناچ ڪندا آهن. ان کان پوءِ رسم رفاعي جو سلسلو يعني پيالو پيارڻ جو انتظام ڪيو ويندو آهي. هن عمل کي صد ذڪري معنىٰ سو ذڪرن وارو عمل چئبو آهي. ٽڪي رسم لاءِ جنهن قبيلي جو ڏينهن مقرر هوندو آهي، اهي گڏيل طور تي بنا عيب ڪارو ٻڪرو وٺي ذبح ڪندا آهن. ذبح ڪرڻ وقت جانور جو رت ڪشڪول (پيالي) ۾ ڪنو ڪري ان رت کي مگرمان تي به لڳايو ويندو آهي. ٻڪري جي ڪنڌ جو گوشت هڪ وڏي پليٽ ۾ وجهي ان کي اڇي ڪپڙي سان ڍڪيو ويندو آهي. پيالي بابت چيو ويندو آهي ته اهو غوث اعظم جو آهي. پيالو پيئڻ وقت مرد گول دائري ۾ ويهندا آهن ۽ هٿ ۾ ٻن کان چار فوٽ جو ڏنبو پڪڙي پيالو نوش ڪندا آهن. پيالي پيئڻ کان پوءِ ڪوپڙي جو ٽڪر وات ۾ وڌو ويندو آهي. هر مريد جي واري اچڻ تي ڏنبو هن جي هٿ ۾ ڏنو ويندو آهي.

مريدن جي پيالي پيئڻ واري رسم کان پوءِ هڪ ڀيرو ٻيهر سازن جي آوازن سان گڏ ورد ۽ ثنا جا عجيب غريب آواز به فضا ۾ گونجڻ لڳندا آهن. جنهن ۾ سنڌي، بلوچي، اردو ۽ آفريقي زبان جا گڏيل لفظ هوندا آهن. جيڪي اصل ۾ هڪ گڏيل دعا هوندي آهي. دعا پڙهندي سڀ وقتي جڳهين جي ڪئمپ مان تلاءُ ڏانهن روانا ٿيندا آهن. ٻارڙين جي مٽي تي رکيل ٿالهين ۾ جن مان هڪ ۾ قربان ڪيل ٻڪري جي ڪنڌ جو گوشت، ٻئي ۾ حلوو، ٽئين ۾ سندور (رنگ) ۽ چوٿين ۾ گلاب جا گل ۽ هار هوندا آهن. اهي سڀئي ٽڪو رسم لاءِ هوندا آهن. وقتي جڳهين کان تلاءُ تائين رستو پنجن منٽن جو آهي، پر اهو ٽن ڪلاڪن ۾ طئه ڪيو ويندو آهي. ڪشتي (تلاءُ) لڳ پڙ ٺهيل هوندو آهي، جتي سڀ پيرين اگهاڙا گڏ ٿي ڌمال ڪندا آهن. ڌمال آفريقي شيدين جي موت ناچ وانگر هوندي آهي. شيدين جو اهو عقيدو آهي ته ڌمالين تي جڏهن وجد طاري ٿي ويندو آهي ته ان وقت تلاءَ مان سردار واڳون جنهن کي هو "مور" واڳون يا لال شاهه واڳون چوندا آهن غار مان نڪري ڪناري تي ايندو آهي، پوءِ خليفو جنهن جي هٿ ۾ ڏنبا هوندا آهن، ان مور واڳونءَ جو وات کوليندو آهي ۽ ٻڪري جي ڪنڌ جو گوشت واڳون جي وات ۾ وڌو ويندو آهي ۽ انهيءَ ٻڪري کي ذبح ڪرڻ وقت گڏ ڪيل رت ۽ آنڊل سندور سان واڳون جي مٿي تي تلڪ لڳايو ويندو آهي ۽ مٿائنس گلن جي ورڪا ڪئي ويندي آهي. هن رسم کي "ٽڪو" چيو ويندو آهي، جيڪا انتهائي اهم آهي. مور واڳون کي "حاجي" ڪري به پڪاريندا آهن. گوشت کائڻ کانپوءِ هر پاسي "مبارڪ مبارڪ" جا آواز ايندا آهن. اهو خوشي جو اظهار آهي ته مور واڳون قرباني قبول ڪئي آهي ۽ گوشت نه کائڻ جي صورت ۾ شيدين ۾ مايوسي ڇائنجي ويندي آهي. جيڪڏهن مور واڳون نذرانو قبول نه ڪيو ته اهي منگهي پير ۽ جليل شاهه جي درگاهه تي سلام پرڻ نه ويندا آهن. واپس ميدان ڏانهن ايندا آهن. پلي هن ۾ ڪيترا به ڏينهن لڳن، ٽڪي جي رسم پوري ڪري پوءِ شيدي ٻيون رسمون ادا ڪندا آهن.

ٽڪي رسم کان پوءِ ٻيهر ڌمال ۾ مگرمان وڄايو ويندو آهي. ڌمال دوران ڏنبا ئي مريد ۽ مريدياڻيون جڏهن وجد ۾ ايندا آهن ته انهن کي گلن جا هار پهرايا ويندا آهن. وجد ۾ ايندڙ شخص کي ڌوپ (لوبان) سنگهايو ويندو آهي. ڌمال کي هر حال ۾ وچين (عصر) جي وقت ختم ڪيو ويندو

آهي ۽ پوءِ منگھي پير جي پراڻي درگاھ تي سلام پيري ٽولين جي شڪل ۾ گرم چشمي ڏانهن. جيڪو درگاھ کان هڪ ڪلوميٽر پري منگھوپير جي پراڻي قبرستان لڳ آهي، جتي انگريزن جي اچڻ کان پوءِ ماما پارسي وهنجڻ لاءِ جايون ٺهرايون ۽ ان کي ”ماما باٿ“ جو نالو ڏنو ويو. ان کان پوءِ جليل شاھ جاني جي درگاھ تي ايندا آهن. هتي پهچي سڀ اهو نعرو لڳائيندا آهن. ”جليل شاھ جاني ڏيندو مکڻ ماني“. گرم چشمي کي ”گرم آبهوا“ جيڪو بلوچي جو لفظ آهي به چوندا آهن.

سانجهي نماز کان پوءِ سڀ وقتي جڳھين جي ٺهيل ڳوٺ جي ميدان آمري پٽ تي اچي گڏ ٿيندا آهن. انهيءَ دوران جنهن به قبيلي جي رسم ادا ڪرڻ جو ڏينهن هوندو ان جا چڱا مڙس آل پاڪستان شيدي ڪميونٽي جي صدر سان گڏجي ڪشڪول کڻي در در تي نياز لاءِ چندو گڏ ڪندا آهن. نياز ۾ پيت (برياني) زردو، بادامي ۽ حبشي حلوو شامل هوندو آهي.

چئني برادرين ڪارادري، حيدرآباد، لاسي ۽ ٻيلارا چئن ڏينهن تائين پنهنجي ڏينهن جون رسمون پوريون ڪندا آهن. پنجين ڏينهن ھنپهرن جي نماز کان پوءِ منگھوپير جي مزار تي چادر چاڙهڻ جي رسم ادا ڪندا آهن ۽ ڇهين ڏينهن ھنپهرن جي نماز کان پوءِ نانا سرڪار جي مزار جيڪا ڪئمپ جي سامهون واري قبرستان ۾ آهي، ان تي چادر چاڙهڻ جي رسم ادا ڪئي ويندي آهي. چادر کڻي وقتي جڳھين جي ڳوٺ مان جلوس جي شڪل ۾ ميداني ساز جي آواز سان گڏ نچندا درگاھ تائين پهچندا آهن. هر رسم ۾ ڏمال ۽ ناچ ضروري عنصر آهي.

ستين ڏينهن گرم چشمي تي حضرت قلندر لال شهباز سان منسوب ڪشتي تي ۽ جليل شاھ جي درگاھ تي چادر چاڙهڻ جي رسم ادا ڪرڻ سان ميلو پنهنجي پڄاڻي تي پهچندو آهي.

**ٽکڙ**: ٽن ٻارن جي مٿان چاول ٻار، يعني ٽن ڏيئرن کان پوءِ چاول پٽ يا ٽن پٽن مٿان چاول ڌيءَ.

**ٽِکڙ**[2]: تعلقي ٽنڊي محمد خان جي هڪ ديھ جنهن ۾ هڪ ڳوٺ ’ٻچومير‘ شامل آهي.

اصطلاحي طور اُها جُوءِ، جتي ٽي ديهون اچي گڏ ٿين، ان کي به ”ٽکڙ“ سڏجي ٿو.

هن وقت ٽکڙ جو ڳوٺ تعلقي ٽنڊي محمد خان، ضلعي حيدرآباد جو هڪ مشهور ڳوٺ آهي. ٻارهين صديءَ هجريءَ ڌاري، اِها جُوءِ، سنڌونديءَ جي ڪاهي ڪپ تي هڪ سرسبز ۽ شاداب جُوءِ هُئي، ٽنهنڪري مٽياريءَ جا سيد ۽ ميمڻ، لڏي اچي اتي رهڻ لڳا ۽ ڳوٺ جو نالو ”وسي شهمير شاھ“ رکيائون. ڪجھ وقت کان پوءِ، درياھ جي چاڙھ ڪري، پاڻي ڳوٺ کي پائي ويو. جنهنڪري وينل ماڻهن ٿورو اڳتي وڃي ڳوٺ ٻڌو، تنهن جو نالو پڻ ”وسي شاھ شهمير“ رکيائون. ٽيرهين صديءَ جي آخر ڌاري، درياھ جي چاڙھ ڪري، اُهو ڳوٺ به ٻڏي ويو. نتيجي ۾ اتي جي رهاڪن اجا ٿورو اڳتي وڃي اهو ڳوٺ ٽيون ڀيرو ٻڌو، جنهن جو نالو ”وسي ملوڪ شاھ“ رکيائون، ان ڪري اڄ ڏينهن تائين ”ٽکڙ“ جي نالي سان موجود آهي. ٽکڙ جا ميمڻ، جيڪي ”حافظ“ به سڏبا هئا، پنهنجي علم ۽ فن جي ڪري گھڻو مشهور هئا. سندن هڪ مڪتب به هو، جتي عربي، فارسي ۽ سنڌيءَ جي تعليم ڏني ويندي هُئي. درس ۽ تدريس، علم ۽ اخلاق جي ڪري، ماڻهو کين ’حافظ‘ چوڻ لڳا. هن خاندان جا ڪيترائي فرد ديني علم سان گڏوگڏ شعر ۽ ادب تي دسترس رکندا آيا. اهو خيال پڻ ڪيو وڃي ٿو ته موزون شاعري، ٻارهين صدي هجريءَ جي اوائل ۾ ٽکڙ کان ئي شروع ٿي. حافظ عالي، نورمحمد خستہ ۽ ميان چتن، اهي بزرگ هُئا، جن اهڙيءَ شاعريءَ جو بنياد وڌو. انهيءَ ڳوٺ مان حافظ محمد هارون ”دلگير“، حافظ محمد يوسف، محمد هاشم مخلص، علامہ اسدالله شاھ فدا ۽ سيد محمد حافظ شاھ جا نالا شاعرن ۽ عالمن طور سرفهرست آهن. جن جون علمي ۽ ادبي خدمتون گھڻي وقت تائين ڳائبيون رهيون. حافظ يوسف کي ٽي پُٽ هئا، جن مان حافظ هارون سيني کان وڏو هو. سندس ننڍي پُٽ جو نالو بسمل هو. هُي پائر فارسيءَ جا ڄاڻو هئا، البت دلگير عربيءَ جو ڄاڻو ۽ ٻين علمن ۾ به وڌيڪ ماهر هو. اهڙيءَ طرح ٽکڙ ۾ علمي، ادبي ڪم وڌندو ۽ ويجهندو رهيو. ”ٽکڙ“ مان لڏپلاڻ جو سلسلو، ورهاڱي کان اڳ ئي شروع ٿي چڪو هو. 1352ھ/ 1933ع ۾ ڳوٺ جي وڏي عبدالحڪيم شاھ جي وفات کان پوءِ حالتون خراب ٿي ويون ۽ ڳوٺ ڦٽڻ شروع ٿي ويو. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ گھڻا سادات ۽ ٻيا ماڻهو ڳوٺ ڇڏي اچي مختلف شهرن ۾ رهيا. هن وقت هيءَ ڳوٺ اڳئين اوج تي نہ آهي، ان هوندي به ماڻهو پنهنجن وڏن جون روايتون اجا تائين قائم رکيو اچن. سيد ميران محمد شاھ به هن ڳوٺ جو هو جيڪو سنڌ اسيمبليءَ جو اسپيڪر ۽ پاڪستان کان پوءِ مهاجرن جي آبادڪاري ڪاميٽيءَ جو وزير هو. جڏهن تہ خواجہ عبدالله جان عرف شاھ آغا، علامہ حافظ حڪيم محمد هاشم، مولانا محمد ابراهيم جان خليل، محمد سليم جان سرهندي، سعيد ٽکڙائي، محمد خان غني، حافظ حامد ۽ ٻيا پڻ ٽکڙ سان تعلق رکندا هئا. نامور سياستدان قمرالزمان شاھ جو تعلق پڻ هن ڳوٺ سان آهي. مشهور شاعر امداد حسيني، شبير هاتف ۽ غلام رسول شاھ سوز، سيدن جي خاندان مان پنهنجن بزرگن جا جانشين آهن. سرهندي پيرن جو مقبرو پڻ هن ڳوٺ ۾ آهي.

**ٽکڙائي، حاجي عبدالستار جان**: ”پير“ حضرت خواجہ محمد حسن جان رح سرهنديءَ جو ٻيو نمبر فرزند. آغا حاجي عبدالستار جان ”پير“ 1311ھ/ 1893ع ۾ موجوده ٽکڙ ۾ پيدا ٿيو. حضرت صاحب خواجہ عبدالرحمان رح جو پنهنجي هن پوٽي سان ڏاڍو قرب هوندو هو. ڪيس سڄو ڏينهن پنهنجي دوشِ تي سواري ڪرائيندا هئا. خوش طبعيءَ جي نموني ۾ پڇندا هئس تہ ”تو چنين و چنان هستي“ تہ پاڻ يڪدم طوطلي زبان ۾ چوندو هو تہ ”تو چنين و چنان هستي.“ پير صاحب جي ابتدائي تعليم ٽکڙ ۾ علامہ حافظ محمد يوسف وٽ ۽ باقي ٽنڊي سائينداد ۾ ٿي. ننڍپڻ کان ئي ذهين، ذڪي ۽ تيز فهم هو. فضائل ۾ هن وقت سنڌ جي عالمن ۾ امتيازي حيثيت حاصل اٿس. ڪيس سير و سياحت جو ڏاڍو شوق آهي. ۽ انهيءَ اشتياق ڪيس اسلامي ملڪن جو ڪافي سير ڪرايو آهي. ٻين ملڪن ۾ جيڪي رسمون ۽ رواج ڏٺا اٿس ۽ عجيب و غريب ڳالهين جا مشاهدا ڪيا اٿس، تن منجهس جهان بينيءَ وارا جوهر پيدا ڪيا آهن. سندس گفتگو نهايت شائستہ ۽ فرحت ڏيندڙ آهي. سندس محفلن مان اٿڻ تي ڪڏهن به دل نہ چوندي. خوش طبعي جو پاڪيزه رنگ اٿس. اهوئي سبب آهي جو لاڙ جي پٽ جو مشهور ظريف ڪدو مگٽهار سندس خاص نوازيل ماڻهو آهي ۽ ساڻس گڏ سير و سياحت به ڪئي اٿس. پير صاحب کي نين نين ٻولين سکڻ جو ڏاڍو شوق آهي. هيئنر پاڻ سنڌي کان سواءِ اردو پارسي، عربي ۽ پشتو زبانون چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو. انگريزي سکڻ جو ڪجھ وقت کان شوق جاڳيو اٿس. هينئر انگريزيءَ جا خط ٿوري ڪوشش سان پڙهي سگھي ٿو. مسلمانانِ عالم سان عموماً ۽ حرمين جي رهاڪن سان

خصوصاً گهڻي محبت هئس. اهو ئي سبب آهي جو جڏهن ڏهه ٻارهن سال اڳ، عربستان ۾ ڏڪار پيو هو، تڏهن پير صاحب ڪوشش ڪري، هتان سنڌ مان، هزارين مڻ اناج ۽ هزارين روپيا چندو گڏ ڪري، عربستان پهچي، اتي جي ساڪنين ۾ تقسيم ڪيو. شاعريءَ سان ننڍپڻ کان وٺي ئي دلچسپي هئس. سندس ئي اشتياق ڪري، ٽنڊي سائينداد ۾ هڪ "انجمنِ شعراءِ" برپا ٿي، جتي هفتي هفتي ۾ مشاعرا ٿيندا رهندا هئا. پير صاحب جو ڪلام تخيل سان پرپور ۽ نهايت روان آهي. محمد حافظ شاهه مرحوم وانگي پنهنجي ڪلام ۾ محبوب کي ڪڏهن به چنگيز، ڪاف ظالم وغيره نه سڏيو اٿس. بلڪ جن شاعرن محبوب جي شان ۾ گستاخي ڪئي آهي، انهن تي به اعتراض اٿاريو اٿس. افسوس آهي جو ٽنڊي سائينداد جي خشڪ ماحول جي اثر ۽ زماني جي مصروفيتن جي ڪري گهڻن سالن کان سندس طبيعت شاعريءَ ڏانهن راغب ئي نه ٿي آهي. اهو ئي سبب آهي جو سندس بياض بلڪل ضعيف حالت کي پهچي چڪا آهن.

**ٽکڙائي، حافظ محمد عبدالله "بسمل"**: علامہ حافظ محمد يوسف جو ٽيون ۽ ننڍي ۾ ننڍو فرزند، حافظ محمد عبدالله "بسمل" 1306هه/ 1888ع ۾ موجود ٽکڙ ۾ پيدا ٿيو. تعليم و تربيت وٺڻ لاءِ پنهنجي والد جو مڪتب ئي ڪافي هوس. سنڌي ۽ پارسي جي تعليم سان گڏ قرآن ڪريم به ياد ڪيائين. اتان فارغ ٿيڻ کان پوءِ علامہ اسدالله شاهه "فدا" وٽ عربي پڙهڻ لاءِ ويٺو مگر جلد ئي پنهنجي والد جي وفات ڪري، تعليم ڇڏي گهر جي ڪم ڪار ۾ پاڻ سان ڀائرن ٻيلي ٿيڻو پيس. حافظ محمد هارون کانپوءِ، پارسي ۾ ماهر حافظ عبدالله "بسمل" ئي هو. ٽکڙ جي عالمن ۽ فاضلن جي آخري نشاني به حافظ صاحب ئي هو. سندس زندگيءَ جو وڏو عرصو درس و تدريس ۾ گذري ويو. پر جيئن ته ٽکڙ ۾ ڪا ايڏي آمدني نه هيس، انهيءَ ڪري 1335هه/ 1916ع ڌاري حيدرآباد ۾ سڪونت اختيار ڪيائين ۽ ذريعہ معاش لاءِ مختلف شعبن ۾ ڪم ڪندو رهيو. هن خاندان جي افراد کي خدا تعاليٰ علم جي دولت سان سرفراز ڪيو هو، پر مال ۽ زر جي دولت کان بلڪل محروم رهيا. سندس ذريعو آمدني جو فقط علم هو، جنهن مان ڪين ايڏو اپراسو ڪونہ ٿيندو هو جنهن مان سکي ستابي زندگي گذاري سگهن. ڪجهہ عرصو حيدرآباد ڇڏي وري ٽکڙ ۾ آيو. جتي حضرت آغا حسين جان سرهنديءَ حضرت صاحب جي درگاهه (مقبره) واري مڪتب ۾ کيس معلم ڪري رکيو. مگر اتي به حافظ صاحب جي آزاد طبيعت کي چين نه آيو ۽ اها ملازمت به ڇڏي ڏنائين. پاڪستان کان ڪجهہ عرصو اڳ عبدالشڪور منشيءَ جي زيرِ نگراني حيدرآباد مان روزانہ "هلال پاڪستان" اخبار شايع ٿيڻ لڳي. پاڻ اتي ملازمت شروع ڪيائين. کيس شاعر خاص ڪري رکيو ويو. "هلال پاڪستان" ۾ روزانو حافظ صاحب جو قومي ۽ نعتيہ ڪلام شايع ٿيندو هو. حافظ صاحب پنهنجي ڪلام جي ذريعي قوم ۽ ادب جي ڪافي خدمت ۽ ترجماني ڪئي آهي. حافظ صاحب پڇاڙيءَ جا ڏينهن ڪنج غم ۾ گذاريا. بيمارين جي مسلسل حملن کيس نحيف ۽ لاغر بنائي ڇڏيو هو. ايڏي رقم نہ هيس ڪانہ جو ترت علاج ڪرائي سگهي، نہ ئي وري اسان جي گورنمينٽ سندس علاج و معالجي ڏانهن ڪو توجهو ڏنو. کيس خود به سندس بچڻ جو امڪان گهٽ هو ۽ پنهنجي هڪڙي غزل ۾ انهيءَ حقيقت ڏانهن اشارو ڪيو اٿس. جنهن ۾ سندس بيماري، مفلسي ۽ سنڌين جي بي قدريءَ جو نقشو نمايان نظر اچي ٿو. فرمائي ٿو ته:

هڪ ته پيري پيو وري مرضن ڪيو آهي هجوم،
هاڻ ڏسجي ڪيئن ٿو "بسمل" ناتوان زنده رهي.

حافظ صاحب 20 آڪٽوبر 1950ع ۾ پنهنجي عمر جا اٽڪل 64 سال ڪاٽي، هن جهان فاني مان لاڏاڻو ڪري ويو. کيس ڪو نرينو اولاد ڪونهي. هن خاندان جو حافظ صاحب آخري شاعر هو. سندس پائيتو حافظ الهه ڏنو زماني جي مجبورين ڪري، شاعريءَ کان بلڪل نا آشنا آهي، هاڻ ائين ڪٿي چئجي ته هن قديمي خاندان جي شاعريءَ جو سلسلو في الحال ته منقطع ٿي ويو آهي. حافظ صاحب جي شاعريءَ جي ابتدا اٽڪل ٻارهن ٻارهن سالن جي عمر ۾ ٿي. سندس پهريون استاد سندس والد حافظ محمد يوسف ۽ پوءِ حافظ محمد هارون "دلگير" هئا. هي اهو زمانو هو جڏهن ٽکڙ جي شاعري جو ستارو بامِ عروج تي پهتل هو. ٽکڙ جي هر ذي فهم انسان کي شعر چوڻ بلڪل سڻائو لڳو ٿي. شاعرن جي صحبت ۽ استادن جي اصلاح مان حافظ صاحب چڱو فيض پرايو ۽ شاعريءَ جي ميدان ۾ سمنڊِ خيال کي به خوب ڪڏايائين. ان وقت ٽکڙ مان نڪرندڙ رسالن "بهار اخلاق" ۽ "الاصلاح" ۾ سندس ڪلام شايع ٿيندو هو. انهيءَ دور جي ختم ٿيڻ کان پوءِ حافظ صاحب جي ڪلام کي اڃا به وڌيڪ وسعت ملي. عموماً هر اخبار ۽ هر رسالي ۾ سندس ڪلام شايع ٿيندو هو. ڪيترين اخبارون سندس نالي جي اڳيان "استاد الشعراء" لکنديون هيون. حافظ صاحب جو ڪلام نهايت پختو، سهڻن لفظن، بلند خيالن، چست بندشن، سهڻن محاورن سان سينگاريل آهي. پنهنجي اوائلي دور کان وٺي وچين دور تائين، صاف سنڌي ڇڱي ڪم آندي اٿس. غزل به گهڻو ڪري انهيءَ دور ۾ چيو اٿس. پوءِ "خال خط" جي خرخسي کي ترڪ ڪري پنهنجي قوم کي بيدار ڪرڻ خاطر نظم لکيا اٿس.

**ٽکڙائي، حافظ محمد هارون "دلگير"**: حافظ محمد هارون "دلگير" ولد حافظ محمد يوسف 1299هه/ 1881ع ۾ موجوده ٽکڙ ۾ پيدا ٿيو. ٻارهن سالن تائين "دلگير" مرحوم پنهنجي پيءُ وٽ پارسي ۽ سنڌي پڙهي پڄائي. انهيءَ کان پوءِ قرآن ڪريم ياد ڪيائين. 1314هه/ 1896ع کان 1316هه/ 1898ع تائين، علامہ اسد الله شاهه "فدا" وٽ عربيءَ جي تعليم حاصل ڪيائين. 1316هه / 1898ع ۾، آقا محمد حسين جان کيس پنهنجي فرزند، محمد اسماعيل جان ۽ محمد يعقوب جان جي تعليم لاءِ مقرر ڪيو. حافظ صاحب صاحبزادن کي تعليم ڏيڻ سا گڏ خود به پير صاحب جي صحبت مان جهجهو فيض پرايو. علمي رهاڻين ۽ شاعريءَ جي محفلن "دلگير" جي قلم کي ڪافي قوت پهچائي. اهو سلسلو 1328هه/ 1910ع تائين هليو. جيستائين پير صاحب ٽکڙ ۾ رهيو. هنن برگزيده بزرگن جو درس و تدريس کان سواءِ ٻيو ڪو به ظاهري طور ذريعہ معاش ڪونہ هو. تنهن ڪري مفلسيءَ جو مڙئي مٿن مارو رهندو هو. حافظ محمد يوسف جي وفات کانپوءِ سندس درسگاهه "دلگير" جو دامن جهليو ۽ "دلگير" جي سرچشمہ فيض مان گهڻائي علم جا اڃايل سيراب ٿيا. سعيد پور واري سيد محمد ڪامل شاهه مرحوم جو "دلگير" سان خاص قرب هوندو هو. سندس خط و ڪتابت جو ڪم به "دلگير" ڪندو هو. جڏهن به سندس صاحبزاده گرمين جي موڪلن ۾ ڳوٺ ايندا هئا، تڏهن يڪدم "دلگير" کي گهرائيندو هو ته اچي ڪين ديني

تعليم ڏني. حافظ صاحب ڪي ڪامل شاهه کان چڱو خاصو وظيفو ملندو هو، جيئن ته اڳي گهڻو ڪري پارسي ۾ هلندي هئي، انهيءَ ڪري "دلگير" خط پٽ لکڻ، شادين جي دعوتن جي مسودن ٺاهڻ، ڪنهن جي ولادت يا وفات تي قصيدن يا مرثين چوڻ ۽ قطعه تاريخ لکڻ مان ڪجهه نه ڪجهه حاصل ڪري وٺندو هو. "دلگير" حافظ خاندان جو پهريون فرد هو، جنهن پنهنجي گذاران لاءِ ٽڪڙ کان ٻاهر نڪري هٿ پير هنيا. "دلگير" نهايت اعليٰ پايه جو خطاط به هو. ڪيترا ليٿو پريس وارا پنهنجا ڪتاب وغيره حافظ صاحب کان ئي لکائيندا هئا. گهڻا شوقين اصحاب ناياب قلمي ڪتاب وٽانئس ڪتابت ڪرائيندا هئا. ان وقت ٽڪڙ مان نڪرندڙ رسالن، "بهار اصلاح" ۽ "الاصلاح" جو ڪاتب حافظ صاحب ئي هو. علامه اسد الله شاهه جي ڪتابن جا مڙيئي مطبوع نسخا به حافظ صاحب ئي تيار ڪيا هئا. متعلوي سادانن جي پراڻي شجري کي اتاري نئون ڪيو ويو، سو به حافظ صاحب جي هٿ جو فن هو، جنهن جو معاوضو ڪيس ڪي مڻ اناج ۽ ڪجهه روڪڙ مليو. انهن اکرن کي ڏسي، حافظ صاحب کي داد ڏيڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهجي. مرحوم جي فارسي داني ۽ نثر نويسي ۽ انشا پردازيءَ تي وقت جا نامور عالم ۽ فاضل به رشڪ ڪائيندا هئا. مرحوم سنڌي زبان جو به هڪ سنو انشاپرداز هو. سندس مضمونن کي جيڪڏهن گڏ ڪري شايع ڪجي، ته هوند پارسي ۽ سنڌي زبانن جي انشاء جو چڱو مجموعو موجود ٿي سگهي ٿو. مگر افسوس زماني جي لاهين چاڙهين جي ڪري اهي جواهر پارا اهڙي اهڙ ۾ اچي ويا، جو انهن جو هن وقت ملڻ نهايت مشڪل آهي. صرف ڪي زباني روايتون وڃي رهيون آهن ۽ ڪجهه فارسي ڪتابن تي سندس لکيل تقريظون ۽ تاريخي قطعات آهن. حافظ صاحب جي وفات نهايت پردرد ٿي. 1340هه/ 1921ع ۾ ڪيس هڪ پٽ ڄائو، جنهن جو نالو فاروق رکيائين. هن ٻار جي پيشانيءَ ۾ ننڍپڻ کان ئي بزرگيءَ جا آثار موجود هئا. جيئن جيئن وڏو ٿيندو ويو، تيئن تيئن حسنِ صورت سان گڏ حسنِ سيرت ۾ به ترقي ڪندو ويو. اهڙو اولاد هوئڻ به هر هڪ رشتيدار جي دل ۾ گهر ڪري ويندو آهي، پر هن سهڻي سلڇڻي پٽ تي حافظ صاحب جو بيحد پيار هوندو هو. مگر افسوس قضا ۽ قدرت جي ڪير آڏو اچي. معصوم محمد فاروق 4 ذوالقعد 1352هه/ 1933ع ۾ وفات ڪري پيءُ جي ڄڻ ڪمر ڀڃي وڌي. انهيءَ ڪان پوءِ حافظ صاحب غمگين گذارڻ لڳو. پوري چوٿين مهيني يعني 11 ربيع الاول 1353هه/ 1934ع آچر جي ڏينهن منجهند مهل، جيئن سعيد پور مان گهوڙي تي چڙهي گهر پهتو ۽ وهنجي سهنجي اچا مانيءَ تي ويٺو ئي مس، ته ڪيس رت جي اُلٽي آئي ۽ جيسين حڪيمن جو هٿ رسي، تيسين هن مفلس عالم ۽ فاضل جو روح قفس عنصريءَ مان پرواز ڪري ويو. ڪيس صرف هڪ نياڻي هئي، جا به رحلت ڪري وئي. شاعري ڄڻ ته "دلگير" جو ورثو هئي. طبيعت ايتري قدر روان هوندي هئس جو ڪنهن به "طرح" تي في البديهه شعر چئي ويندو هو. جن ڏينهن ۾ "مخلص" روپوش ٿي ٽڪڙ ۾ آيو هو انهن ڏينهن ۾ ٻنهي جا پاڻ ۾ شاعرانه معرڪا ٿيندا هئا. "دلگير" جو جيڪو به ڪلام هٿ آيو آهي، انهيءَ مان معلوم ٿئي ٿو ته، پاڻ سنڌي شعر تمام گهٽ چيو اٿس ۽ سنڌيءَ ۾ جو ڪجهه چيو اٿس سو به سچو پارسيءَ زبان جي ترڪيبن، محاورن، استعارن ۽ ڪناين سان پريل آهي. سنڌيءَ ۾ ڪي ته اهڙا شعر اٿس، جو سواءِ پارسي دان جي ٻيو ڪو به سمجهي نه سگهندو. البت هڪ غزل هٿ آيو آهي، جو سچو تجنيس حرفي ۽ خاص سنڌي محاورن سان سينگاريل آهي.

**ٽڪڙائي، حافظ محمد يوسف:** حافظ محمد يوسف ولد حافظ محمد هارون 1528هه ۾ اڳينءَ ٽڪڙ ۾ ڄائو. سندس والد، حافظ محمد هارون، پنهنجي وقت جو هڪ جيد عالم هو. سندس مڪتب مان ٽڪڙ ۽ ٻين ڳوٺن جا شاگرد علم جي دولت سان مالا مال ٿي ويندا هئا. حافظ محمد يوسف پنهنجي والد کان عربيءَ، پارسي ۽ سنڌي جي تعليم حاصل ڪئي. قرآن مجيد جي حفظ ڪرڻ جو به شرف حاصل ٿيس. ٽڪڙ ۾ تعليم کان فارغ ٿي پنهنجي والد سان گڏ مدرسي ۾ به تعليم ڏيندو رهيو ۽ گهرجي ڪم ڪار ۾ به پيءُ جي همراهي ڪندو رهيو. وڌيڪ علم جي تحصيل لاءِ پنهنجي والد جي ڪتب خاني جو (جو، حافظ عاليءَ جي زماني کان وٺي وٽن پشت به پشت هلندو پئي آيو) مطالعو ڪندو رهيو. والد جي وفات کان پوءِ پاڻ ئي مدرسي جو مهمم ٿيو. جڏهن اڳين ٽڪڙ سنڌو درياءَ جي اٿل ڪري زير آب ٿي، تڏهن حافظ صاحب به ٻين ماڻهن وانگي موجوده ٽڪڙ ۾ اچي رهيو ۽ پنهنجو مدرسو جاري ڪيائين. موجوده ٽڪڙ ۾ سندس مدرسو اوج ۽ ڪمال تي پهتو. ٻين پري جا شاگرد، حافظ صاحب جي فيض مان مستفيد ٿيڻ لاءِ ٽڪڙ ۾ اچڻ لڳا. سندس ئي فيض ۽ تربيت ڪري ٽڪڙ مان "مخلص"، "فدا"، "حافظ شاهه"، "دلگير" ۽ "بسمل" جهڙا مشهور عالم ۽ شاعر پيدا ٿيا. حضرت شاهه صاحب خواجه عبدالرحمٰن سرهنديءَ جي ٽڪڙ ۾ سڪونت اختيار ڪرڻ ڪري، ٻين ماڻهن وانگي، حافظ صاحب به سندن مريد ٿيو. ٽڪڙ جي سادانن ۽ عام ماڻهن جي استاد هئڻ ڪري ڳوٺ ۾ سندس حد کان وڌيڪ عزت ڪئي ويندي هئي. حافظ صاحب تمام اعليٰ پايي جو خوشخط هو. سندس رسم الخط کي ڏسي ڇاپي جو دوکو ٿئي ٿو. ٽڪڙ جي سيدن جي شادين جا دعوت ناما ۽ خط پٽ حافظ صاحب ئي لکندو هو. انهن خطن جي طرز تحرير کي ڏسي معلوم ٿو ٿئي ته حافظ صاحب جيد عالم هو. شاعري ڪيس حافظ عالي کان ورثي ۾ ملي. پاڻ گهڻن ٽڪڙائي شاعرن جو استاد هو. سندس ڪلام زماني جي خورد برد ڪري ناپيد ٿي ويو آهي. سندس ڪلام اڪثر پارسيءَ ۾ هو، جو گهڻو ڪري اوڌهيءَ جو ڪاڄ ٿي ويو. ڪجهه سنڌي ڪلام هٿ آيو آهي. سندس اولاد مان "دلگير" ۽ "بسمل" بلند پايه جا شاعر پيدا ٿيا. سندس وفات جو سال 1322هه/ 1904ع آهي.

**ٽڪڙائي، سيد حاجي محمد حافظ شاهه:** سيد الهه بخش شاهه جو چوٿون نمبر فرزند ۽ علامه اسدالله شاهه جو پاٽ، سيد حاجي محمد حافظ شاهه، 20 شوال المڪرم، 1287هه/ 1870ع ۾ اڳينءَ ٽڪڙ ۾ ڄائو. ڪيس حافظ يوسف جي مڪتب ۾ ويهاريو ويو، جتي قرآن ڪريم جي پڙهڻ سان گڏ سنڌي ۽ پارسي ۾ به چڱي مهارت حاصل ڪيائين. عربي "سراجي" تائين پڙهيو ٻين سيدن سان گڏ حضرت صاحب خواجه عبدالرحمان سرهنديءَ جو مريد ٿيو. نه رڳو مريد پر حضرت صاحب جن جي مٿس هميشه مهر ۽ قرب جي نظر پئي رهندي هئي. ساڻس گڏ ڪيترا دفعا ڪوئيٽا، ڪابل ۽ قنڌار وغيره جي سفر تي به ويو هو. حافظ شاهه جيتوڻيڪ نقشبندي هو ۽ نقشبندي طريقي ۾ راڳ ۽ سماع حرام آهي، پر پاڻ راڳ کي روح جي راحت ٿي سمجهيائين. اهو ئي سبب هو جو سندس اوطاق هميشه راڳيندڙن، نڙاين ۽ بانسرين نوازن سان پريل رهندي هئي. ڳوٺ جا ماڻهو گهڻو ڪري سندس ئي اوطاق ۾ ڏسبا هئا. ڪڏهن مداري، ڪڏهن ڏور ۽ بيت چوندڙ ته وري ڪڏهن سگهڙ ۽ سچيت ماڻهو سندس اوطاق کي رونق بخشيندا هئا. پرديسي ڳائڻا ۽ سگهڙ ايندا هئا ته گهڻو ڪري سندس ئي اوطاق ۾ رهندا

هئا. پنهنجي هم مجلسن سان ايتري قدر ته انس ۽ محبت هوندي هئس جو جيڪڏهن ڪو به سيد سندس ڪنهن ساٿيءَ کي ڪو ڪم ڪار چوندو هو ته ڪيس ڏاڍو ڏک ٿيندو هو ۽ پاڻ انهيءَ سيد کي چوندو هو ته "ادا! آءٌ ٿو تنهنجو ڪم ڪري اچان باقي منهنجي ڪچهري وارن کي تڪليف نه ڏي." جيڪڏهن وٽس روزانو ايندڙ ماڻهو ڪڏهن ڪچهريءَ تي نه آيو ته صبح جو پاڻ انهيءَ جي گهر وڃي خبرچار لهندو هو. ڪيس بدن جي صفائيءَ جو ڏاڍو خيال رهندو هو. نهايت نازڪ ۽ نفيس لباس پهريندو هو ۽ خوشبو لڳائڻ سان خاص شوق هئس. خوش خلق ۽ رلڻو ملڻو به اهڙو هوندو هو.

اها ڳالهه مشهور آهي ته جڏهن به ٽڪڙ ۾ سخت برساتون پونديون هيون، تڏهن انهن سخت برساتن ۾، هڪ شخص، لٺ هٿ ۾، گوڏ ٻڌل، هر ڪنهن غريب جي گهر وڃي سندس خبرگيري ڪندو هو ۽ پنهنجيءَ پهچنديءَ آهر سندن مدد ڪندو هو. اهو هو حافظ شاهه. جنهن جي دل ۾ غريبن ۽ مسڪينن لاءِ ايڏي همدردي هوندي هئي. حافظ شاهه 5 صفر 1337ھ/ 1918ع ۾ وفات ڪئي. ڪيس حضرت صاحب خواجه عبدالرحمان رحه واري مقام ۾ دفن ڪيو ويو. حافظ حامد کان پوءِ جيڪڏهن ڪو ٽڪڙ جو شاعر، پنهنجي ڪلام ۾ سوز ۽ درد پيدا ڪري سگهيو آهي يا جنهن جو ڪلام ٻڌڻ يا پڙهڻ سان دل ۾ جذب ۽ ڪيف پيدا ٿي سگهي ٿو ته اهو آهي حافظ شاهه. حافظ شاهه جي شاعري جي ابتدا بابت چيو ٿو وڃي ته هڪ ڏينهن سير و تفريح ڪندي "جون واهه" جي ڪناري تي اچي نڪتو ۽ اتي ئي هڪ نازنين دوشيزه ڪپڙا ڌوئيندي سندس دل کي ڌتاري ورتو. سڄڻ جي سڪ ساڻ ڪري روئندو رهيو. بره جي باهه پڙڪو ڪاڍو ۽ شاه صاحب هميشه لاءِ دل وڃائي ويٺو. لنؤ لڳائڻ لاءِ ته لڪ به ضروري هئي، مگر ماٺ ڪرڻ مان به ته ڪو درد جو درمان ٿي نه ٿي سگهيو. آخرڪار ننگ ۽ ناموس جا مڙئي ٽڳا ٽوڙي ويٺو. ڪيس ڪنهن سياڻي صلاح ڏني ته: "تنهنجي مرض جو مداوا حضرت صاحب ئي آهي." اها صلاح وٺي، پنهنجي عشق جو احوال پنهنجي پير طريقت اڳيان پيش ڪيائين. حضرت صاحب جن ڪيس دعا ڪئي ۽ انهيءَ ڏينهن کان وٺي سندس سوز شعر جي صورت اختيار ڪئي. مجازي عشق ته اڳ ئي پيدا ٿي چڪو هو، ويتر جو مرشد مٿي تي هٿ ڦيريس ته ان ته سون تي سهاڳي جو ڪم ڪيو. غزل تمام گهٽ، باقي پنهنجي جهوني سنڌي رنگ، مداحن ۽ ڪافين ڏي تمام گهڻي توجهه ڏني اٿس. جڏهن عشق جي اندرين آڳ سندس صبر جو پيمانو لبريز ڪري وجهندي هئي، تڏهن اها آتش هزارين ارمان ڪٽيو، شعر جي قالب ۾ پلٽجي، سندس زبان مان ٻاهر نڪرندي هئي. موٽيو، عيسو ۽ لونگ شيدي هميشه ساڻ هوندا هئس. پاڻ شعر چوندو ويندو هو ۽ انهن کي ياد به ڪرائيندو ويندو هو. ڪافين جو سر به پاڻ ڪيندو هو ۽ اول ڪافي به پاڻ ڳائي ٻڌائيندو هو ۽ پوءِ هو سندس پنيان ڳائيندا هئا. سندس ڪافين ۾ ايتري ڪشش هوندي هئي جو جيڪڏهن هڪ شام جو سندس اوطاق تي ڪا نئين ڪافي ڳائي ويئي ته صبح جو انهيءَ ڪافيءَ جو هڪ يا ٻه بند ڳوٺ جي ٻار ٻچي، پير و جوان جي زبان تي ٻڌبو هو. هاري ۽ ناري، ڪمي ۽ ڪاري، ڪٽي ۽ ڪوري، مزدور ۽ پورهيت، پنهنجو ڪم ڪار لاهي، اچيو حافظ شاهه جي اوطاق پيڙا ٿيندا هئا. عشاءَ جي نماز کان پوءِ مجلس شروع ٿيندي هئي. عيسو، موٽيو ۽ لونگ، واري واري سان يا گڏجي، ڳائڻ شروع ڪندا هئا. ساري محفل تي ڪيف ۽ مستيءَ جو عالم طاري ٿي ويندو هو. شاهه صاحب پاڻ به هنجون پيو هاريندو هو ته ٻڌندڙن جي نيڻن مان به نار پيا وهندا هئا. حافظ شاهه هڪ عوامي شاعر هو. انهيءَ جو ثبوت اهو ئي ڪافي آهي ته جڏهن سندس ۽ سندس همعصرن جو دور گذريو ۽ ٽڪڙ مان اها بهار جي بوءِ ختم ٿي ويئي، ۽ ٻين شاعرن جا بياض سندس بياض وانگي گم ٿي ويا ۽ جڏهن پوئي دور جي اديبن سندس ڪلام جي ڳولا ڪئي تڏهن ماڻهن کي سواءِ حافظ جي ڪافين جي ٻئي ڪنهن به شاعر جي ڪلام مان هڪ يا ٻن بندن کان سواءِ ڪجهه به ياد نه هو. اهو ئي سبب هو جو ماڻهن جي ساڻس ۽ سندس ماڻهن سان محبت هئي. اڄ به سندس صحبتي سندس ڳڻن پرين ڳالهيون ڳٽيو اکين مان آب هارين ٿا. حافظ شاهه جو ڪلام گهڻو ڪري ڪافين جي صورت ۾ آهي. گل ۽ بلبل، خال ۽ خط، باده و جام، ساقي ۽ پير مغان جا خيالي استعارا ۽ افسانا سندس ڪلام ۾ گهٽ نظر اچن ٿا. سندس شعر ۾ ٺيٺ سنڌي لفظ، سنڌي محاورا ۽ تجنيس حرفي گهڻي موجود آهي.

**ٽڪڙائي، سيد محمد شاهه "سعيد"**: سيد محمد عالم شاهه "عالم" جو پاٽيو ۽ سيد ويڌل شاهه جو فرزند محمد سعيد شاهه "سعيد" 1 سيپٽمبر 1918ع ۾ موجوده ٽڪڙ ۾ تولد ٿيو. فائنل سنڌي اسڪول ٽڪڙ مان پاس ڪري جلد ئي ماستر ٿيو جتي پنهنجي قوم جي ٻارن کي تعليم ڏيڻ سان گڏ و گڏ ترقي ۽ ڪمال حاصل ڪرڻ جي تلقين به ڏيندو رهندو هو. ڪلاس ۾ پاڻ روزانو ڪنهن نه ڪنهن مسلم مجاهد جو تذڪرو ڪندو هو. مصطفيٰ ڪمال پاشا سان سندس خاص عقيدت هئي. جڏهن ڪمال پاشا وفات ڪئي، تڏهن سعيد صاحب سندس غم ۾ ٻارن جيان زار زار روئڻ لڳو. سعيد صاحب آزاديءَ جي هر ڪنهن تحريڪ ۾ نمايان ڀهرو وٺندو هو. جڏهن خاڪسار تحريڪ جو سنڌ ۾ زور هو، تڏهن هن شخص ٽڪڙ ۾ خاڪساريءَ جو پرچار ڪيو. سندس ولوله انگيز تقريرون ڳوٺ جي هر مسلمان جي دل ۾ جذبه آزادي بيدار ڪيو ۽ خاڪسارن جي هڪ ٽنئلين تيار ٿي پئي، جنهن جو سالار اعليٰ پاڻ هو. وري جڏهن مسلم ليگ ساڳيو مقصد کڻي اٿي تڏهن به سعيد صاحب ان ۾ اهو ساڳيو حصو ورتو، جيڪو خاڪسار تحريڪ ۾ ورتو هئائين.

ڳوٺ ۾ عيدن جي موقعن تي جلسا ڪرڻ، جلوس ڪڍڻ، تعمير ڪيل مسجدن کي سينگارڻ ۽ ضعيف مسجدن کي از سر نو تعمير ڪرڻ سندس خاص شغل هوندو هو. شاعريءَ جو شوق ننڍپڻ کان هوس. انهيءَ اشتياق کي علمي جامي پهرائڻ لاءِ استاد الشعراء بسمل مرحوم جو شاگرد ٿيو. جنهن وٽان جهجهو فيض پرايائين. سندس غزلن ۽ ڪافين کي سندس هڪ شاگرد، دوسو مڱڻهار، چڱي شهرت ڏني آهي. دوسو پيشه ور ڳائڻو آهي. جتي محفل ڄميس اتي سعيد جو ڪلام ضرور ڳائيندو. شاهه صاحب خود به هڪ سريلو ڳائڻو آهي. سندس ڪلام ۾ چڱو سوز ۽ اثر آهي. ڪجهه وقت کان هر شوق کان منهن موڙي ڇڏيو اٿس. الله ڪري ته وري نئين جذبي سان اٿي ۽ علم و ادب جي خدمت ڪري.

**ٽڪڙائي، سيد محمد عالم شاهه "عالم"**: علامه اسدالله شاهه "فدا" ۽ حاجي محمد حافظ شاهه جو پاٽيو ۽ سيد حاجي غلام شاهه جو وڏو فرزند سيد محمد عالم شاهه "عالم"، 30 جمادي الاول 1306ھ/ 1888ع ۾ موجوده ٽڪڙ ۾ تولد ٿيو. ابتدائي تعليم لاءِ ڪيس علامه حافظ محمد يوسف جي مڪتب ۾ ويهاريو ويو. پاڻ اڃا حافظ صاحب وٽ پڙهندو هو، ته هڪ ڏينهن، مسٽر پرنگل، هالا ڊويزن جو ڊپٽي ڪليڪٽر، حافظ صاحب جي مڪتب جو معائنو ڪرڻ آيو. مڪتب ۾ ٻين شاگردن سان گڏ، محمد عالم شاهه کان به

چند عقلي سوال پڇيائين. پرنگل صاحب عالم شاھ جي جوابن مان سندس تيز فهم ھجڻ جو پورو پورو اندازو لڳايو ۽ سيدن کي چيائين تہ: "عالم شاھ کي انگريزي تعليم ڏيو." سيدن پرنگل صاحب جي صلاح قبول ڪئي ۽ جيستائين عالم انگريزي پڙھڻ لڳو، تيستائين علامہ "فدا" وٽ حافظ بسمل ۽ فيض محمد شاھ سان گڏ عربي پڙھڻ لڳو. سال کن کان پوءِ کيس سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچي ۾ ويهاريو ويو. جتي مئٽرڪ تائين پڙھيائين. پر يونيورسٽيءَ کيس وڏي عمر ھئڻ ڪري امتحان ۾ نہ ويهڻ ڏنو (انهيءَ وقت مئٽرڪ جي امتحان لاءِ عمر جي حد مقرر ٿيل ھئي). مدرسي کي ڇڏي ائين ئي بيڪار پئي گهميو، تہ کيس نور محمد ۽ دين محمد (عليگ) صلاح ڏني تہ: "عليگڙھ پڙھڻ وڃ". ٿوري عرصي کان پوءِ عالم شاھ عليگڙھ وڃي پهتو. مگر الله تعاليٰ کي سندس وڌيڪ تعليم منظور نہ ھئي، ڳوٺ ۾ سندس شاديءَ جا ڏينهن ويجهي ويا ۽ کيس واپس گهرايو ويو، ۽ انهيءَ کان پوءِ سندس تعليم جو سلسلو هميشہ لاءِ منقطع ٿي ويو. عالم شاھ کي ننڍپڻ کان ئي شاعريءَ جو شوق ھو. خاص ڪري علامہ "فدا" ۽ حافظ شاھ جي صحبت مان جهجهو فيض پرايائين. سندس غزلن ۽ ڪافين ۾ نج سنڌي لفظ گهٽي قدر ڪم آيل آھن. ڪافين ۾ چڱو سوز ۽ اثر آھي. ڪافين تي حافظ شاھ جي صحبت جو جهجهو رنگ چڙھيل اٿس. بين شوقن وانگر شاعريءَ جو شوق بہ زماني جي لاهين چاڙھين ڪري ڪانئس ڇڏائجي ويو ۽ اڳتي ھلي انهيءَ علم و ادب جي مشغلي کان ايترو دور ٿي چڪو ھو، جو سندس ڪتب خانو جنهن ۾ ڪيترائي علمي ۽ ادبي نادر الوجود ڪتاب موجود ھئا ۽ ان ۾ خود سندس بياض بہ موجوده ھو، سو گهٽي وقت نہ ڏسڻ ڪري اوڏهيءَ جو کاڄ ٿي ويو ۽ ھڪڙو ورق بہ صحيح سلامت نہ مليو. صرف چار ڪافيون ئي ملي سگهيون آھن. شاھ صاحب ھڪ چڱو تاريخدان ھو. خاص ڪري اسلامي تاريخ تي چڱو مَلڪو حاصل ھئس. سندس گفتگو نهايت سهڻي ۽ عالمانہ ھئي. افسوس، شاھ صاحب 30 مئي 1955ع (1375ھ) ۾ وفات ڪري ويو.

**ٽڪڙائي، سيد ميران محمد شاھ:** سيد ميران محمد شاھ عالم، طبيب، شاعر ۽ ماھر ھو. ابتدائي ڇمار ٽڪڙ جي شهر ۾ پنهنجن ڳوٺ وارن آخوندن ۽ عالمن کان علم جي تحصيل ڪيائين ۽ علم طب ۾ تمام وڏي مهارت حاصل ڪيائين. آخري ڇمار ۾ پنهنجي ذھانت ۽ ذڪاوت سبب انگريزي ضرورت مطابق سندس فارسي ڪلام ان وقت جي مقبول شاعرن ۾ بيحد مقبول ھو. ڪجهہ قطعات تاريخ سندس شاعراڻي بلنديءَ جي دلالت ڪن ٿا.

انگريزن جي اوائلي راڄ ۾ جڏھن سنڌي زبان کي مرتب پئي ڪيو ويو تہ ان وقت جن عالمن پنهنجي وطني ٻوليءَ جي الف- ب جي نئين سر جوڙجڪ ۾ حصو ورتو تن مان سيد ميران محمد شاھ بہ ھڪ ھو. ان زماني جي ڪمشنر سنڌ سر بارٽل فريئر جي استدعا تي ھن ھڪ ڪهاڻي لکي، جا "سدا توري ۽ ڪذا توري" جي نالي سان ڇپجي تيار ٿي. شاھ صاحب 1287ھ/ 1870ع ۾ حرمين شريف جي زيارت جو سفر ڪيو. حج تي وڃڻ کان اڳ ۾ پنهنجي شاگردن ۽ اولاد لاءِ علم طب ۾ ھڪ رسالو يادگار طور ڇڏيائين، جنهن ۾ گهڻو ڪري سندس مجربات ڏنل آھن ۽ ان رسالي جي آخر ۾ مفردات طب جو بہ بيان ڪيل آھي.

شاھ صاحب، خواجہ عبدالقيوم مجدديءَ (متوفي : 1271ھ/1854ع) کان نقشبندي طريقي ۾ بيعت ورتي ھئي. پنهنجي مرشد زادي حضرت خواجہ عبدالرحمان مجددي (متوفي: 1215ھ/ 1897ع) سان وڏي محبت ھئس. خواجہ عبدالرحمان مجددي 1880ع ۾ قنڌار مان ھجرت ڪري جڏھن حرمين شريفين جي زيارت جي ارادي سان وطن مان روانو ٿيو ۽ سيد صاحب کي اھا سڌ پهتي تڏھن سيد صاحب پنهنجي ڳوٺ ٽڪڙ مان ٽي سؤ ميل پنڌ ڪري پاڳ ناڙيءَ ۾ وڃي سندس استقبال ڪيو. سندس ڪوشش سان ئي خواجہ عبدالرحمان مجددي حرمين کان واپس اچي ٽڪڙ ۾ هميشہ لاءِ رهائش اختيار ڪئي ۽ اتي ئي وفات ڪئي. ھن سومر ڏينهن جمادي الاول 1209ھ/ 1891ع ۾ نمونيا جي بيماريءَ ۾ وفات ڪئي.

**ٽڪڙائي، سيد ميران محمد شاھ "مير"، "مهجور"**: سيد حافظ حاجي حڪيم ميران محمد شاھ جو پوٽو ۽ سيد حاجي زين العابدين شاھ جو وڏو فرزند، سيد حاجي ميران محمد شاھ "مير"، "مهجور"، 1898ع ۾ موجوده ٽڪڙ ۾ پيدا ٿيو. پاڻ ابتدائي تعليم، علامہ حافظ محمد يوسف ۽ حافظ محمد ھارون وٽ حاصل ڪئي اٿس. تن ڏينهن ۾ ٽڪڙ ۾ لوڪل بورڊ ورنيڪيولر اسڪول قائم ٿيو ھو. جتان شاھ صاحب 4 درجا سنڌي پاس ڪري، 1910ع ۾، اعليٰ تعليم لاءِ "سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچي" ۾ داخل ٿيو. اتان 1917ع مئٽرڪ پاس ڪري، "ڊي. جي. ڪاليج ڪراچي" مان، بي.اي جو امتحان پاس ڪيائين. 1924ع ۾ ايل. ايل. بي پاس ڪري، حيدرآباد جي مشهور وڪيل، سنتداس سان پائيوار ٿي، وڪالت ۾ مهارت حاصل ڪيائون. شاھ صاحب جي ذھن رسا ۽ لکل خداداد قابليت جو اندازو، سندس مدبر ناني، مرحوم عبدالحڪيم شاھ، سندس ٻاراڻيءَ وھيءَ ۾ ئي پروڙي ورتو ھو ۽ 1926ع ۾ جڏھن حيدرآباد ميونسپل اليڪشنون ٿيون، تڏھن عبدالحڪيم شاھ صاحب جي ڪوشش سان ميران محمد شاھ ڪهنہ مشق اميدوارن کي پٺتي ڇڏي، پهريون نمبر آيو. سياست جي ميدان ۾ سندس ھي پهريون قدم ھو ۽ پهرين شاناتي ڪاميابي ھئي. ساڳئي سال کيس، اسڪول بورڊ جو چيئرمين چونڊيو ويو. 1928ع ۾ عبدالحڪيم شاھ کيس، "بمبئي ليجسليٽو ڪائونسل" لاءِ اميدوار بيهاريو، جنهن ۾ ڪامياب ٿيو. ساڳئي سال ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ حيدرآباد جو ميمبر چونڊجي آيو ۽ کيس حيدرآباد لوڪل بورڊ جو پريزيڊنٽ چونڊيو ويو. وري 1930ع ۾ ٻيو دفعو بمبئي ڪائونسل جو ميمبر ٿيو. جتي سنڌ کي الڳ صوبي بنائڻ لاءِ نهايت اھم پارٽ ادا ڪيائين. سنڌ کي، جن سببن ڪري، سنڌي اڳواڻن بمبئي کان جدا ڪرڻ گهريو ٿي، انهيءَ جو مفصل رپورٽ شاھ صاحب جوئي لکيل آھي. 1931ع ۾ "فيلو آف بامبئي يونيورسٽي" ٿيو. 1936ع ۾ سنڌ بمبئي کان جدا ٿي ۽ 1937ع ۾ سنڌ جي اليڪشن ۾، حيدرآباد تعلقي ۽ شهر مان باوجود سخت مخالفت جي نهايت شاندار ڪاميابي حاصل ٿيس. 1938ع ۾ سنڌ ليجسليٽو اسيمبليءَ جي اسپيڪر، پوچسنگهہ، جي ھن دنيا مان سڌارڻ جي ڪري شاھ صاحب کي سندس جاءِ تي اسپيڪر چونڊيو ويو. جنهن عهدي تي ڏھہ سال فائز رهيو. 1946ع ۾ اسيمبليءَ ۾ مسلم ليگ ۽ مخالف ڌر جا ميمبر ھڪ جيترا ٿي ويا ۽ ليگ جي شڪست يقيني پئي نظر آئي. انهيءَ نازڪ وقت ۾ شاھ صاحب بنا ڪنهن لالچ جي پنهنجي عهدي کي ڇڏي ڪري، ليگ کي ووٽ ڏنو ۽ مسلم ليگ شڪست کان بچي ويئي. سال 1947ع جي شروع ۾، پاڪستان کان 8 مهينا اڳ شاھ صاحب وري حيدرآباد تعلقي ۽ شهر مان بنا مقابلي، سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊجي آيو ۽ جلد ئي روينيو وزير ٿيو. پوءِ وزارت ۾ ڇهہ دفعا تبديليون آيون، مگر

شاه صاحب جي لياقت کي ڏسي ڪيس سپ ڪنهن وزارت ۾ ڪنيو ويو. پڇاڙيءَ ۾ پاڻ پي. ڊبليو. ڊي ۽ مهاجر آبادڪاريءَ جو وزير هو. 1952ع ۾ سنڌي ليڊرن جي سياسي ڪشمڪش ڪري، سنڌ سان 92 الف فقرو لڳايو ويو ۽ اسيمبلي غير معين مدت تائين ٽوڙي ويئي. پر انهيءَ فقري لڳڻ کان اڳ شاه صاحب وزيريءَ تان استعيفا ڏيئي ڇڏي هئي. پاڪستان گورنمينٽ سندس جهوني تجربي کي مدِ نظر رکندي کيس اسپين ۾ سفير ڪري موڪليو. جتي ٿوري ئي عرصي ۾ چڱي شهرت حاصل ڪيائين. سندس عالي دماغ جي اها ثابتي آهي، جو ٿوري ئي عرصي ۾ اسپيني ٻولي ايتري قدر سکي ويو، جو مجمع عام اڳيان هڪ دفعو اسپيني زبان ۾ تقرير به ڪيائين. پاڪستان گورنمينٽ ڪن سبب ڪري، اسپين ۽ ڪن ٻين سفارتخانن کي بند ڪرڻ جو ارادو ڪيو ۽ شاه صاحب سفارت تان استعيفا ڏيئي واپس اپريل 1953ع ۾ پاڪستان موٽي آيو.

ان کان پوءِ شاه صاحب کي "ڪراچي امپروومينٽ ٽرسٽ" جو چيئرمين مقرر ڪيو ويو، جتي ڪراچي کي هڪ عاليشان شهر بنائڻ لاءِ سندس خدمتون قابلِ قدر آهن. سندس گهڻين ننڍين وڏين قومي خدمتن مان "مدرسة البنات" حيدرآباد قابلِ ذڪر آهي. انهيءَ مدرسي جو وجود شاه صاحب جي محنت جو نتيجو آهي. جنهن جي قائم ٿيڻ ڪري، مسلمانن جي ڇوڪرين کي حيدرآباد ۾ تعليم جي ڀرپور سهوليت ملي. انهيءَ ڪم ۾ سندس مددگارن مان خان بهادر محمد صديق ميمڻ جو نالو قابل ذڪر آهي. "سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي"، جنهن ڪيترا ادبي شه پارا منظرِ تي آندا، تنهن جو روح روان به شاه صاحب هو. ڀٽائيءَ جي ميلي جي تاريخ جو اهو سونو ورق آهي، جو ميران محمد شاه جي ئي ڪوشش ڪري، ميلي جي وقت اتي ادبي ڪانفرنسون ٿين ٿيون ۽ سنڌ جا وڏا وڏا اديب ۽ سريلا ڳائڻا، جن مان گهڻن شاه ڀٽائي رح جو ڪلام ته پڙهيو ۽ ڳايو هو. مگر پٽ اکين سان نه ڏٺي هئائون، سي به اچيو پٽ پيڙا ٿين ٿا. شاه صاحب تعليم کان پوءِ پنهنجي زندگي جو سمورو عرصو سياست ۾ گذاريو. مگر ايڏين مصروفيتن هوندي به سنڌي علم و ادب کي نه وساريائين. ننڍپڻ کان قلم هٿ ۾ ڪنيو اٿس. جيتوڻيڪ سندس تصنيف ڪيل ڪوبه ڪتاب ڇپيل ڪونهي، تڏهن به مختلف عنوانن تي سندس متعدد مضمون اخبارن، رسالن ۽ مجموعن ۾ شايع ٿيل موجود آهن. سندس انٽر آرٽس جي زماني وارو مضمون "گنجي جبل جو سير" کهڙي سنڌيءَ نه پڙهيو هوندو. ان مضمون مان سندس قابليت جو پورو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. سندس ٻيو مضمون "دل جي طلب" به سنڌيءَ ادب ۾ چڱو درجو رکي ٿو. پٽ جي ڪانفرنس تي، 1953ع ۾ سندس پڙهيل مضمون "شاه جو اٺ" ۽ "شاه جا پکي" عاليشان مضمون آهن. "پلن جو شڪار" ۽ ماهنامي "نئين زندگي" ۾ ڇپيل مضمون "سير الحمراء" وغيره به اعليٰ معيار جا مضمون آهن. شعر و شاعريءَ جو ننڍپڻ کان ئي وٽس شوق هوندو هئس. پاڻ انهيءَ دور ۾ پرورش پاتي اٿس، جڏهن ٽکڙ ۾ شاعريءَ جو چرچو عام هوندو هو. گهر ۾ علامه "فدا" ۽ حافظ شاه سندس استاد هئا. استادن جي صحبت ۾ رهي ڪافيون، غزل ۽ نظم تمام سهڻي ۽ سليس سنڌيءَ ۾ چيا اٿس. سندس ڪلام تجنيس حرفيءَ، دلڪش زبان ۽ چست محاورن سان مرصع آهي.

**ٽکڙائي، قاضي محمد دائود:** حافظ حاجي "حامد" جو ٻيو نمبر فرزند، محمد دائود، اٽڪل 1286ھ/ 1869ع ڌاري اڳينءَ ٽکڙ ۾ تولد ٿيو. حافظ صاحب کي وفات کان ٿورو اڳ جيڪي زماني جون گردشون آيون، تن جو اثر سندس رحلت کان گهڻو عرصو پوءِ به سندس اولاد تي رهيو. گذر اوقات لاءِ هر ڪنهن پٽ پنهنجو پنهنجو طريقو اختيار ڪيو. مرحوم محمد دائود سنڌي ٿوري پارسي وغيره ۾ چڱي تعليم حاصل ڪئي هئي. پنهنجي خداداد همت ۽ دليريءَ ڪري پوليس ڊپارٽمينٽ ۾ ڀرتي ٿيو. جتي پنهنجي محنت ۽ جانفشانيءَ سان ستن سالن جي قليل عرصي ۾ ڪنسٽيبل جي معمولي عهدي تان ترقي ڪري سب انسپيڪٽريءَ جي عهدي تي فائز ٿيو. گورنمينٽ ملازمت جي باوجود، سا به پوليس جي نوڪري، علمي شغل، جو سندس خاندان ۾ پشت به پشت هلندو پئي آيو، تنهن کان هٿ نه ڇڏيائين. جيتوڻيڪ پنهنجي وڏي ڀاءُ "مخلص" جي ڪڙيءَ تي ڪڏهن به نه اچي سگهيو. نثر ۾ "مومن" ٽکڙائيءَ جي نالي سان، مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ سندس مضمون شايع ٿيندا هئا. شعر ۾ ڪن ٿورن نظمن ۾ "مومن" باقي ٻين ۾ "دائود" تخلص اٿس. سندس ڪلام ڪو گهڻو ڪونه آهي. جيڪو ڪلام اٿس سو نهايت سادي، سليس ۽ دلپسند سنڌيءَ ۾ آهي. چند غزل پارسي آميز به اٿس. دائود سنڌي ڏوهيڙا به چيا آهن، جن ۾ چڱو رس آهي. ٻين عشقيه غزلن سان گڏ، "سهڻي ميهار"، "سسئي پنهون"، "ليلا چنيسر"، "عمر مارئي" وغيره تي به طبع آزمائي ڪئي اٿس. سندس بياض "لحن دائود" جي نالي سان سندس فرزند محمد خان "غني" وٽ موجود آهي. سندس طبيعت نهايت سادي هئي. سڀ ڪنهن امير خواهه غريب سان خنده پيشانيءَ سان پيش ايندو هو. "دائود" صاحب 19 مارچ 1937ع ۾، خميس جي ڀلاري ڏينهن، اٽڪل 70 سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي.

**ٽکڙائي، محمد ابراهيم:** حافظ "حامد" جو ٽيون فرزند محمد ابراهيم، اٽڪل 1288ھ/ 1871ع ڌاري، اڳينءَ ٽکڙ ۾ ڄائو. ننڍپڻ کان ئي نهايت حليم الطبع ۽ سادو سودو هوندو هو. والد جي وفات کان پوءِ پنهنجي ڀاءُ محمد دائود سان گڏ پوليس ڊپارٽمينٽ ۾ ڀرتي ٿيو. مگر ٻن ٽن سالن جي ملازمت کان پوءِ دل کٽي ٿي پيس ۽ نوڪري ڇڏي اچي ڳوٺ ويهي رهيو. پنهنجي گذر اوقات لاءِ ڪو هٿ پير ڪونه هنيائين، جڻ ته سندس روز ڪو الستي هو. گاهي گاهي شعر گوئي ڪندو هو. سندس طبيعت رندانه ۽ طريقو قلندرانڻو هو. سندس ڪلام ۾ چند غزل ۽ ڪافيون آهن. محمد ابراهيم 1353ھ/ 1934ع ۾ 65 ورهين جي ڄمار ۾ وفات ڪئي.

**ٽکڙائي، محمد ابراهيم جان "خليل":** حضرت آقا محمد حسين جان سرهنديءَ جو پوٽو، حضرت خواجه محمد حسن جان جو ڏهٽو ۽ آقا محمد اسماعيل جان "روشن" جو ٻيو نمبر فرزند محمد ابراهيم جان "خليل" رمضان المبارڪ 1334ھ/ 1915ع ۾ ڄائو. ننڍپڻ ۾ پنهنجي والد ۽ ڏاڏي کان عربي، پارسي، سنڌي ۽ فقه ۾ چڱي تعليم حاصل ڪيائين. سنڌي چوٿين درجي کان پوءِ "سنڌ مدرسة الاسلام" ڪراچيءَ ۾ انگريزي پڙهڻ لاءِ داخل ٿيو. سندس ذهانت ۽ علم لاءِ شوق کيس ايتري فوقيت ڏني هئي جو اتي ڪيترا مئٽرڪ جا شاگرد ڪانئس عربي ۽ پارسيءَ جي ڏکين لفظن جي معنيٰ پڇندا هئا. انهيءَ زماني ۾ انگريزي تعليم علمائي ڪرام ۽ مشائخين عظام کي ڏکي لڳندي هئي ۽ پنهنجي اولاد کي انگريزي پڙهائڻ کان عار لڳندو هو. آغا حسين جان ۽ آغا اسماعيل جان، علماءِ ڪرام جي پيروي ڪندي، صاحبزادن کان انگريزي تعليم ترڪ ڪرائي ڳوٺ وٺي آيس. مگر هن علم جي طالب کي اها ڳالهه ڏکي لڳي ۽ جلد ئي سنڌ کي الوداع ڪري، "طيبه ڪاليج دهلي" داخل ٿيو، جتان چند سالن بعد سند يافته ٿي واپس وطن ڏانهن وريو.

حديث شريف ۾ سنڌ ۽ هند جي ڪيترن عالمن کان سندون حاصل ڪيون اٿس. پير صاحب نهايت خليق ۽ ملنسار شخص آهي. سندس ڪچهري نهايت لطف واري ۽ گفتگو رس واري آهي. جيتوڻيڪ پير صاحب جو ڪو به ڪتاب شايع ٿيل ڪونه آهي. نڪي پاڻ ايترو نثر لکي ٿو تاهم جيڪي ڪجهه لکي ٿو سو نهايت مرصع آهي ۽ سندس زبان دانيءَ تي دلالت ڪري ٿو. ننڍپڻ کان پيءُ ۽ ڏاڏي جي صحبت ۾ رهڻ ڪري، پير صاحب شعر چوڻ شروع ڪيو. سندس استاد خود سندس والد هو. سندس شعر پختو ۽ تخيل سان پر آهي. تجنيس حرفي، صاف سنڌي محاوره وغيره سندس ڪلام ۾ گهڻي قدر موجود آهن. ڏوهيڙا وغيره به چيا اٿس.

**ٽڪڙائي، محمد اسماعيل جان "روشن"**: محمد حسين جان سرهنديءَ جو وڏو فرزند محمد اسماعيل جان "روشن" 1307ھ/ 1889ع ۾ موجوده ٽکڙ ۾ ڄائو. سندس ولادت ۽ پرورش هڪ اهڙي عظيم المرتبت گهر جي آغوشِ علم و عرفان ۾ ٿي، جو پنهنجو مٽ پاڻ آهي. خواجه عبدالرحمان رحه پنهنجي هن پوٽي جي باري ۾ ڪيترين ئي بشارتون ڏنيون. 1312ھ/ 1894ع ۾ ڪيس علامه يوسف جي مڪتب ۾ ويهاريو ويو مرحوم حافظ يوسف جي زندگيءَ ۾ ئي درس تدريس جو ٻاگران "دلگير" مرحوم جي سر تي هو. 1322ھ/ 1904ع ۾ حافظ يوسف جي رحلت کان پوءِ "دلگير" ۽ "روشن" صاحب جو باقاعده استاد ٿيو. حافظ صاحب وٽ قرآن، سنڌي، فقه ۽ پارسيءَ کان سواءِ شعر و شاعريءَ ۾ چڱي مهارت حاصل ڪيائين. عربي ۾ علامه "فدا" جي شاگرديءَ جو شرف حاصل هوس. 20 سالن جي عمر ۾ سندس شادي ٿي ۽ ٻن سالن بعد سڄي عيال سميت پهرين حيدرآباد پوءِ ٽنڊي محمد خان ۽ پوءِ ٽر ۾ سڪون پذير ٿيو. سندس پيدائش جو وڏو حصو اقربا نوازي ۽ مساڪين پروريءَ جو نذر ٿيندو هو. انهيءَ سبب ڪري باوجود وڏي زميندار هئڻ جي، وفات وقت ڪا به نقد رقم نه ڇڏيائين. سندس عادت هوندي هئي ته ڪڏهن به نوان ڪپڙا نه پائيندو هو. جو ته ڪيس اهو شڪ هوندو هو ته ڪلف ڏيڻ وقت چربي استعمال ڪرڻ ۾ حلال ۽ حرام جو امتياز ڪونه ٿو ڪيو وڃي. ڪنهن ماڻهوءَ چيس ته "تامي چيني" جي ٿانون جو روغن حرام جي هڏن مان ٺاهيو ٿو وڃي. پاڻ انهيءَ ڏينهن کان وٺي ڪڏهن به انهن ٿانون ۾ ڪونه ڪاڌائين. ولائتي کنڊ ۾ ڪو شڪ جاڳيس ته انهيءَ کي ڪاڻ صفا ترڪ ڪري ڇڏيائين. پنهنجي والد جي اڪيلي فرزند هئڻ جي باوجود ڪڏهن به سندس باغ جو ميوو سندس اجازت کان سواءِ استعمال نه ڪيائين.

ٽکڙ جي ماڻهن سان آخري دم تائين محبت هوندي هيس. ٽکڙ جو ڪهڙو به غريب ماڻهو وٽس ايندو هو ته پاڻ ضروري ڪم ڪاريون ڇڏي، هن سان رهاڻ ۽ حال احوال جي ڏي وٺ ۾ مشغول ٿي ويندو هو ٽکڙ مان لڏي وڃڻ کان پوءِ صرف هڪ دفعو 1354 ھ/ 1935ع ۾ سيد حاجي عبدالحڪيم شاهه جي وفات تي آيو پنهنجن جهونن ساٿين ۽ اصلوڪن هنڌن ماڳن کي ڏسي، سندس اکين مان زار زار لڙڪ وهڻ لڳا. ڳوٺ جي هر هڪ ماڻهوءَ سان ڏاڍي محبت ۽ اڪير سان ڀاڪر پائي ملندو هو سندس انهيءَ محبت ڪري ٽکڙ مان گهڻا ماڻهو لڏي وڃي سندس ڳوٺ ۾ آباد ٿيا. ۽ اتي ٻنيون ٻارا ڪرڻ لڳا. جن مان اڃا به ڪيترا ئي اتي آباد آهن. سندس ڪچهريءَ ۾ هميشه ٽکڙ جي عالمن، اديبن، حڪيمن، سگهڙن، شاعرن ۽ پهلوانن جو تذڪرو هلندڙ هوندو هو. "روشن" صاحب 53 ورهين جي عمر ۾ 1361ھ/ 1942ع ۾ وفات ڪئي. سندس لاش کي اتان ڪڻائي "مقبره شريف" ۾ سندس ڀاءُ محمد يعقوب جان جي پر ۾ دفن ڪيو ويو. ٽکڙ جي صالح صحبت، اعليٰ طرزِ تعليم، دلڪش فضا، شاعرانه ۽ ادبياڻي ماحول ۾ هڪ ذهين، ذڪي ۽ سليم الطبع ٻار جو رهڻ سندس مستقبل جي روشن هجڻ جو آئيني دار ٿي سگهي ٿو تيرهن چوڏهن سالن جي عمر ۾ جڏهن اجا ٻاراڻي وهي هوندي آهي ته پير صاحب ٽکڙ مان هڪ علمي ۽ ادبي ۽ ديني رسالو "الاصلاح" جاري ڪيو ۽ ڪيتري وقت تائين انهيءَ رسالي جي وسيلي ديني ۽ ادبي شعور پيدا ڪرڻ لاءِ وڏي خدمت ڪيائين.

**ٽڪڙائي، محمد حسن جان سرهندي**: پير صاحبن جا سنڌ ۾ گهڻا ئي مريد خادم هئا ۽ افغانستان مان هجرت ڪرڻ کان پوءِ خواجه عبدالرحمان کي گهڻن ئي عقيدتمندن گهڻيون ئي ميڙون منٿيون ڪيون ته اسان وٽ رهو. ايتري تائين، جو خان عطاءُ الله ڪين جاين جڳهن سان گڏ پنهنجي زمين مان حصو به ڏنو ٿي. مگر ڪنهن جو به عرض قبول نه پيو ۽ اهو شرف ٽکڙ جي ڪلراڻي زمين کي ئي حاصل ٿيو جتي خواجه صاحب رهائش اختيار ڪئي. جڏهن وري خواجه صاحب جن حرمين شريفين مان واپس وريا، تڏهن به ٽکڙ ۾ ئي سڪونت اختيار ڪيائون. هميشه رهڻ جي ارادي سان، اتي ئي پنهنجون جايون جڳهيون تعمير ڪرايائون. سندن وفات به ٽکڙ ۾ ئي ٿي ۽ سندن درگاهه به اتي ئي قائم ڪئي ويئي. اجا تائين به "مقاماٽي مارن جي وڃي ٽر ٿيان" جي مصداق پير صاحبن مان جيڪڏهن ڪو به بزرگ، سنڌ ۾ ڪٿي به انتقال ڪري ته ڪيس دفن وري به ٽکڙ واري درگاهه ۾ ڪيو ويندو آهي. خواجه محمد حسن جان رحه حضرت صاحب خواجه عبدالرحمان رح جو وڏو فرزند، 6 شوال 1278ھ/ 1869ع ۾ قنڌار ۾ ڄائو اهو فطرت جو قانون آهي ته جڏهن ڪنهن به ٻار کي ننڍپڻ کان وٺي ڪامل استاد اطاليق ۽ فائق ۽ اهو استاد ٻار جي سڌارڻ لاءِ هر وقت ڪوشان رهي ٿو، تڏهن يقيناً اهو ٻار هڪ بهترين عالم ۽ فاضل شخص بڻجي وڃي ٿو. خواجه حسن جان کي ابتدا کان وٺي نهايت لائق ۽ فائق معلم مليا، جن مان ڪن وٽان پارسي، ڪن وٽان عربي ۽ ڪن وٽان فن حديث ۽ ڪن وٽان وري فقه جي تحصيل ڪيائين. ان سان گڏ پنهنجي والد بزرگوار کان به جهجهو فيض پرايائين. سندس قرآن شريف ياد ڪرڻ جو به عجيب واقعو آهي. قرآن ياد ڪرڻ جو جڏهن ڪيس شوق جاڳيو، تڏهن لڪ چپ ۾، ياد ڪرڻ لڳو ڪيس خيال ٿي پيو ته متان ڪيس حضرت صاحب جن گهڻي ڪم ڪار هئڻ ڪري منع ڪن. جو ته هڪ دفعي اڳي به قرآن شريف ياد ڪرڻ لاءِ ڪانئن موڪل گهري هئائين. مگر پاڻ ڪيس حافظ شيرازي جي غزل جي هڪ مصرع "ڪه عشق آسان نمود اول ولي افتاد مشڪلها" چئي، منع ڪري فرمائي هئي. انهيءَ ڪري لڪ چپ ۾ ٺاويهه پارا ياد ڪيائين. مگر پوءِ ڳالهه کلي پيئي. جڏهن اها خبر حضرت صاحب جن تائين پهتي، تڏهن پاڻ ڏاڍا خوش ٿيا ۽ خدا جا هزار شڪرانا بجا آندائون ۽ باقي اٺ پارا سندن روبرو ياد ڪيائين. سندس حافظو ايتري قدر ته تيز هو، جو گهڻين مصروفيتن هوندي به (ڇاڪاڻ ته مڪي مڪرمه ۾ بازارن مان سودو خريد ڪرڻ، استاد وٽ عربي ۽ حديث پڙهڻ ۽ حضرت جن جي خدمت ڪرڻ کان ڪيس ايڏي فرصت ڪانه هئي) روزانو اڏڪل اڌ پارو ڪن ياد ڪري وٺندو هو.

حضرت خواجه عبدالرحمان جي رحلت ڪانپوءِ خواجه حسن جان سندس جاءِ نشين ٿيو. خواجه صاحب پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪيترن ئي راهه کان ڀٽڪيل مسلمانن کي سڌي سنواٽي واٽ تي گامزن ڪيو. ڪيترن ئي ڪنور دل انسانن جي قلبن ۾ سندس وسيلي سان رجوع الي الله جو رنگ پيدا ٿيو. سياست ۾ جيتوڻيڪ پاڻ بهرو نه وٺندو هو. تڏهن به جتي به پنهنجي سمجهه

موجب ملت محمديہ جي مفاد جي ڳالهہ ڏسندو هو تہ پوءِ ضرور انهيءَ جماعت جي مدد ڪندو هو. پاڻ "مسلم ليگ" جي دل و جان سان مدد ڪيائين ۽ پنهنجي مريدن ۽ معتقدن کي "مسلم ليگ" جي مدد ڪرڻ لاءِ ترغيب ڏنائين. خواجہ صاحب نثر نويسي ۾ يگانہ عصر هو. ڪيترا ڪتاب لکيا هئائين.

**ٽڪڙائي، محمد خان "غني"**: (ڏسندا : محمد خان "غني"، اينڊڙ جلد)

**ٽڪڙائي، محمد هاشم "مخلص"**: (ڏسندا : محمد هاشم "مخلص"، اينڊڙ جلد)

**ٽڪرو**: هي غارون ديهہ ڪوهستان يونين ڪائونسل غيبي ديري، ضلعي شهدادڪوٽ قمبر کان اولهہ طرف 50 ڪلو ميٽر ڪرڪي ڪوهہ جبل جي ڏکڻ ۾ اٽڪل ڏيڍ ڪلو ميٽرجي پنڌ تي آهن. هتي گهرن جهڙيون ٽي چرون ۽ غارون ٺهيل آهن ۽ ٽيئي گڏ آهن. مقامي ماڻهو هنن کي "ٽہ گهرو" سڏين ٿا. بناوت ۽ هنڌ مان لڳي ٿو تہ اهي غارون ڪاٺي ۽ نٽنگ وارين غارن جون همعصر آهن ۽ ممڪن آهي تہ هتي اوائلي انسان جي رهائش هجي.

**ٽڳ**: تعلقي اُباوڙي ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:
ٽڳ، بچايو چاچڙ، قائم جتوئي، سُڪيو ڪوش ۽ عبدالغفور آرائين.

**ٽڳا**: ضلعي ۽ تعلقي دادوءَ ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:
رسول پور، عبدالغفار آرائين، حافظ غلام رسول پتافي، غلام محمد آرائين، خوشي محمد آرائين، خان محمد آباد، رهبر برڪت علي آرائين، ٽڳا ۽ حافظ ابوبڪر.

**ٽڳا**[2]: ٽڳا ذات بہ آهي، جيڪا ٽڳن جي ڳوٺ ۾ آباد آهي. قربان علي ٽڳو سنڌ ۾ پاڪستان جي سطح تي والي بال جو وڏو رانديگر، هن ڳوٺ جو رهاڪو هو.

**ٽڳر**: تعلقي ڏوڪري جي ديهہ جو نالو. جنهن ۾ ٻہ ڳوٺ عبدالڪريم ڪلهوڙو ۽ علي محمد ڪلهوڙو شامل آهن.

**ٽڳڙ**: هڪ ذات جو نالو. ڊاڪٽر بلوچ جو خيال آهي تہ ٽڳڙ، پنجاب کان آيل جت (جاٽ) آهن. "جامع سنڌي لغات" ۾ پنجاب کان آيل سرائڪي ذات جا 24 پاڙا ڄاڻايل آهن، جن مان هڪ پاڙي جو نالو "ٽڳڙ" آهي. ايس. صادق علي جي لکڻ موجب "ٽڳڙ"، سمن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. جڏهن تہ ٽڳڙ پاڻ کي ابڙا چون ٿا.

**ٽڳڙ**: ضلعي لاڙڪاڻي جي تعلقي ڏوڪريءَ ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ ٻہ ڳوٺ 'عبدالڪريم ڪلهوڙو' ۽ 'علي محمد ڪلهوڙو' شامل آهن.

**ٽڳڙ چڪ نمبر-1**: ضلعي خيرپور جي تعلقي گنبٽ ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ ڪوبہ ڳوٺ آباد ڪونهي.

**ٽڳڻ**: شاديءَ جي هڪ رسم جو نالو وهانءَ جي رات کان اڳ، ڏينهن جو ڪنوارجون مائٽياڻيون ۽ پاڙيواريون، ڪنوار کي پاتل زيوَر لهرائينديون آهن. اهي زيوَر هٽيڪا ڪري رکنديون آهن ۽ شاديءَ کانپوءِ ڪنوار کي ڏينديون آهن. ان رسم کي ٽڳڻ چون. هي رسم سنڌ جي مختلف علائقن ۾ ڪئي ويندي آهي. بدين طرف هن وقت بہ اها رسم هلندڙ آهي.

**ٽڳو**: فقيرن جو خاص ڏاڳو يا ڳانو جيڪو ڳچيءَ ۾ هميشہ پيو هجي، ان کي "حال ڏاڳو" بہ چوندا آهن.

**ٽڳو، محمد صالح**: حاجي محمد صالح ٽڳو پياري ڳوٺ اسٽيشن کان ڪجهہ ميل پري رئيس امير بخش ٽڳي زميندار جي گهر پهرين ڊسمبر 1933ع تي ڄائو. ٽيو گورنمنٽ پرمانند هرداس پائلٽ اسڪول دادو مان 1954ع ۾ مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيائين ۽ استاديءَ جو پيشو اختيار



ڪيائين. راند جي شوق ۾ تدريسي ذميواري سان انصاف نہ ڪري سگهڻ سبب نيچ نوڪري کي خيرآباد چئي، پنهنجي اباڻي زمين سنڀاليائين. ننڍپڻ کان سندس راغبو والي بال طرف هئو. 1949ع ۾ پهريون ڀيرو پنهنجي ڳوٺ جي ٽيم ۾ راند سکيو ۽ جولاءِ 1952ع ۾ قربان ڪلب طرفان دادوءَ ۾ بخش لاکير جي ٽيم طرفان نيٽ تي پهريون دفعو ٽورناميٽ ۾ احمد شاهہ استاد بخاريءَ سان سخت مقابلي بعد ڏکن جي زور جو وڏو ڦڙو وسائي ڪاميابي حاصل ڪيائين. (گهٽ ماڻهن کي خبر آهي تہ استاد بخاري والي بال ۾ سنڌ سطح تي وڏو رانديگر هو) 1953ع کان 1955ع تائين استاد قربان جي نيٽ ڪيڏڻ بعد 1955ع کان پنهنجي نالي سان ٽورناميٽ ۾ شرڪت ڪندو رهيو. اڪثر ڪاميابيون ماڻيائين. ڪيترائي انعام ۽ شيلڊون کٽيائين. پنو عاقل ٽورناميٽ کٽڻ کان پوءِ هڪ انوکي احساس تحت راند کان رٽائر ڪيائين. محمد صالح ٽڳي جي راند ڪرڻ جو انداز هيءَ هو تہ هو بئڪ سينٽر جي پوزيشن تي يا ڪارنر تي سروس ڪرڻ وقت چيتي وانگر چست بيهندو هو ۽ جڏهن سندس رانديگر سروس ڪندو هو ۽ اهو بال جڏهن مقابلي واري ڌر کان واپس ايندو هو تہ هي تيز رفتاريءَ سان اسٽارٽ وٺي بال کي اهڙو ڏڪ هڻندو هو جنهن ۾ ڪيس پوائنٽ حاصل ٿي ويندي هئي. سندس راند جي آفاقي شهرت سبب پاڪستان انٽرنيشنل ايئرلائين ۾ آءِ يو خان جي معرفت اسپورٽس بنياد تي نوڪري ڏني. PIA جي ٽيم ۾ شامل ٿي پنجاب جي شهر ٽوبہ ٽيڪ سنگهہ ۾ اهڙي راند ڪيائين جو وڻ وڃي ويا ۽ پوري ٽورناميٽ ۾ سندس ڪوبہ بال آئوٽ نہ ٿيو. انهيءَ ڪاميابيءَ ڪيس ملڪي سطح تي مشهور ڪيو پر ڪاش! سنڌ جي اهڙن رانديگرن کي ملڪي سطح تي ڪيڏڻ جو موقعو ملي ها تہ هو ضرور ملڪ جو نالو روشن ڪن ها. پاڻ سال 2000ع ۾ وفات ڪري ويو. پوئين وقت هِن گوشہ نشيني اختيار ڪئي ۽ رب کي ريجهائڻ ۾ مصروف رهيو.

**ٽلاٽي**: هڪ ڏيئي جو نالو. جيڪو لوهہ جو ٺهيل هوندو آهي، جنهن جي تري جي وچ وٽان هڪ ڊگهي لوهي سيخ ڳنڊيل هوندي آهي، جيڪا ٽن پيرن تي بيهندي آهي. هن ڏيئي ۾ ٽي وٽيون ٻرنديون آهن. جنهن سان روشني تمام گهٽي ٿيندي آهي. شمع يا متو ٽين جي پتري مان ٺهيل دهلڙيءَ جي شڪل وانگر هوندو آهي. مٿان انچ ڪن جنبي قطر واري ويڪري نلڪيءَ ٽڪر جهڙي هوندي آهي، جنهن ۾ وٽيل سُٽ جا سڳا وٽ بنائي وجهندا آهن. ڊبر ۾ گاسليٽ وجهي ٻاربو آهي. هيٺان ٽين جو ٻورو نلڪي جهڙو اڌ فوٽ مليو ڪنهن چهنبدار ڪاٺيءَ ۾ ڪپائي، ڪاٺيءَ کي زمين ۾ ڪوڙبو آهي، هيءَ ٽلاٽيءَ ميلن، آسٽن، مندرن ۽ مسجدن ۾ ٻاربي آهي ۽ جڏهن اجا بجليءَ جو ڪو انتظام نہ هوندو هو تہ ٽلاٽيءَ کي هندو دڪاندار پنهنجي هٽن (دڪانن) تي بہ ٻاريندا آهن.

**ٽلٽي**: دادو ضلعي (هاڻي ڄامشوري) جو هيءُ قديم تاريخي ڳوٺ ۽ شهر، قديم دور ۾ سنڌو درياهه ڀرسان هو. انهيءَ پراڻي شهر جا کنڊر، اڄ ٽائين دڙن جي صورت ۾ موجود آهن. درياهه جي ڇڏيل پيٽ ۾ ڍنڍون ٺهي پيون آهن، جن مان ڪاري ڍنڍ، بخاري ڍنڍ ۽ شاهه ڳڙهه ڍنڍ اڄ به موجود آهن.

سمن جي دور جي مشهور علمي ۽ قومي شخصيت مخدوم بلاول جو تعلق به هن ئي شهر سان هو. جڏهن سنڌ جي آزاديءَ ۽ سلامتيءَ تي ارغونن جو حملو ٿيو، تڏهن مخدوم بلاول ارغونن کي للڪاريو. اهوئي سبب آهي، جو ارغونن کيس گهاڻي ۾ پيڙائي شهيد ڪرايو. آڳاٽي وقت ۾ ٽلٽي، وڏو درياهي پتڻ هو. سمن جي دور ۾ هي شهر واپاري شهر هو. شاهه بيگ ارغون جي زماني ۾ ٽلٽيءَ ۾ ٻه جنگيون لڳيون، پهرين جنگ شاهه حسن ارغون (شاهه بيگ ارغون جي پٽ) سان ٿي، جنهن ۾ هُن هارايو. پوءِ جلد ئي ان جنگ جي بدلي وٺڻ لاءِ شاهه بيگ ارغون، ارغونن ۽ ترخانن جي وڏي فوج وٺي، درياهه ۾ ٻيڙين رستي ٽلٽي پتڻ تي پهتو. شاهه حسن ارغون، جيڪو هارايل لشڪر وٺي ڳاها طرف وڃي رهيو هو، اهو سيوهڻ مان مير فاضل ڪوڪلتاش جي اڳواڻيءَ ۾ تازو لشڪر وٺي ٽلٽيءَ پهتو. ٽلٽيءَ جي چوڌاري شاهه بيگ ارغون حملو ڪرايو، اها جنگ 9 اپريل 1520ع تي وڙهي وئي، جنهن ۾ ٽر جا سوڍا، راٺو رٽمل، جوڌا سنگهه، ساهتيءَ جا سهتا ۽ ٻيا ڪيترائي سورهيه شهيد ٿي ويا. دولهه درياهه خان جا ٻه پٽ مٺڻ خان ۽ محمود خان به هن جنگ ۾ شهيد ٿيا. محب وطن بزرگ مخدوم بلاول ٽلٽيءَ جي مجاهدن جي ڀرپور مدد ۽ حمايت ڪئي، جنهنڪري کيس بغاوت جو مجرم قرار ڏئي ارغونن پاران شهيد ڪيو ويو. ٽلٽيءَ ۾ مخدوم بلاول جي مشهور درسگاهه هئي، جنهن ۾ هُن ديس واسين کي، قرآن شريف، تفسير، حديث، فقه، شريعت ۽ جهاد جي موضوعن کان روشناس ڪرايو. سندس درسگاهه ظاهري علم جي پالوٽ سان گڏ، روحاني فيض جو به وڏو مرڪز هئي. ٽلٽي شمس العلماءَ عمر بن محمد دائودپوٽي جو اباڻو ڳوٺ به آهي.

ٽلٽي، تعلقي سيوهڻ جي هڪ ديهه پڻ آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن:

غلام محمد سولنگي، سلطان ٻرڙو، امام بخش جي مياڻي، غلام محمد جي مياڻي، احمد مياڻي، مٺو حاجاڻو، ميرحت، ٽلٽي، گدا جت ۽ خان محمد گاڏهي.

**ٽلٽي پتڻ**: ٽلٽي اڳاٽي وقت ۾ وڏو درياهي پتڻ هو سمن جي دورِ حڪومت ۾ ٽلٽي واپاري شهر هو ان ڪري آسپاس جو سڄو واپار هن درياهي پتڻ تان ٿيندو هو شاهه بيگ ارغون جي دور ۾ ٽلٽيءَ ۾ ٻه جنگيون لڳيون. جنهن لاءِ شاهه بيگ ارغون فوج وٺي ٻيڙين رستي ٽلٽي پتڻ تي پهتو هو

**ٽلٽي ڍنڍ**: ٽلٽي ڍنڍ هن ڍنڍ کي بخاري ڍنڍ به سڏيو ويندو آهي. جيڪو سنڌ جي امر ۽ لافاني ڪردار شهيد مخدوم بلاول جي استاد بزرگ ۽ عالم سيد نورحسن شاهه بخاريءَ جي نالي سان مشهور آهي ۽ هن بزرگ جي مزار به اتر طرف ڍنڍ جي ڪنڌيءَ تي آهي. ڍنڍ ۾ وڏي تعداد ۾ پکين جي آمد ۽ مڇيءَ جي پيداوار ٿئي ٿي. ٽلٽي شهر مان هن ڍنڍ جا ڏکڻ طرف نظارا من کي موهيندڙ آهن. منڇر مان نڪرندڙ اڙل واهه جنهن جو ڇوڙ سنڌو درياهه ۾ ٿيندو آهي، هيءَ ڍنڍ ان جي نتيجي ۾ وجود ۾ آئي ۽ هاڻي سنڌوءَ ۽ منڇر تي بچاءُ بندن ٺهڻ ڪانپوءِ ڍنڍ جو اهو عروج نہ رهيو آهي، جيڪو ماضيءَ ۾ هو.

**ٽلٽيءَ وارو مدرسو**: سمن جي دور ۾ ٽلٽي علم جو وڏو مرڪز هو. سيوهڻ کان پوءِ ٽلٽي بوبڪ، ڪاهان (ڳاها) ۽ پاٽ علمي طور وڏا مرڪز هئا. پراڻي وقت ۾ باغبان واري پرڳڻي ۾ وڏا مرڪز به هئا، هڪ باغبان، ٻيو ٽڳڙ. هي ٻئي ڳوٺ اڄ به موجود آهن. ٽلٽيءَ واري مدرسي جو اڳواڻ مشهور عالم مخدوم بلاول هو هتي اڄ به مخدوم بلاول جي مدرسي ۽ مسجد جا آثار شهر ۾ موجود آهن.

مخدوم بلاول، وڏو محدث ۽ فقيهه هو. سندس درسگاهه ظاهري علم جي پالوٽ سان گڏ روحاني فيض جو به وڏو مرڪز هئي. سندس اوائلي زندگي ۽ ابتدائي تعليم جو ڪو به پتو نہ آهي. باقي مولانا غوثي بن حسن بن موسيٰ شطاري دکني ”گلزار ابرار“ ۾ سندس باري ۾ هدايت سنڌي برهانپوري جي روايت سان لکيو آهي تہ ٽلٽيءَ جي ٻي جنگ ۾ مخدوم بلاول اهم ڪردار ادا ڪيو. مخدوم ڪڏهن ڪڏهن موزون شعر به چوندو هو. هن مدرسي ۾ مخدوم صاحب جا ڪيترائي معاصر ۽ شاگرد هئا، جن ۾ مخدوم عربي ڏياڻو (وفات 980 هه/ 1572ع)، مخدوم اسحاق (وفات: 932 هه/ 1525ع)، سندس پٽ مخدوم احمد (وفات 959 هه/1551ع) ۽ مخدوم محمد (وفات 963 هه/ 1555ع) هالا پراڻا، شيخ پرڪيو ڪاتيار (ڏهين صدي هجريءَ جي وچ ڌاري مخدوم احمد ۽ مخدوم محمد جو معاصر)، مخدوم عبدالرشيد هالا پراڻا (وفات 936هه/1529ع)، مخدوم جعفر بوبڪائي (وفات ڏهين صدي هجريءَ جي آخر)، درويش جرڪس ڳوٺ ونگي چاچڪان (وفات ڏهين صدي آخر)، مخدوم صدو لانگاهه (وفات: 947 هه/1540ع)، قاضي قاضن، قاضي ابو سعيد سيوستاني ثم بکري (وفات: 958هه/1551ع)، قاضي عبدالله (وفات:1009هه/1600ع)، بن قاضي ابراهيم دربيلوي (وفات: 978 هه)، شيخ عبدالله متقي بن مولانا سعيد دربيلوي (وفات: 984 هه/1576). مولانا يونس سمرقندي استاد شاهه حسن ارغون، مير سيد صفائي بن سيد مرتضيٰ الحسيني، الترمذي بکري (وفات:991 هه/1583ع)، غياث الدين بکري (وفات: 928 هه/ 1521ع)، مير ابو سعيد پوراني بکري (وفات:895 هه/ 1586ع) ۽ سندس پٽ مير بايزيد (وفات: 930 هه/ 1523ع)، ميرڪ مخدوم محمود (وفات: 953هه/1546ع)، مخدوم محمود فخر پوٽو ڪاهاني (وفات 957 هه/1550ع)، مخدوم عبدالعزيز محدث ڪاهاني (مخدوم محمود جو معاصر) ۽ سندس پٽ مولانا اثير الدين ۽ مولانا يار محمد، شيخ قاسم ۽ سندس پٽ شيخ عيسيٰ جندالله پاٽائي، شيخ طاهر محدث پاٽائي (وفات 991 هه/1583ع)، مولانا يونس لاکو سنڌي ۽ مولانا شيخ مبارڪ پاٽائي (وفات 988 هه/ 1580ع).

مخدوم بلاول جي شاگردن جي ڊگهي فهرست آهي. پر انهن سيني ۾ نمايان قاضي ڏتو بن قاضي شرف الدين عرف راهو سيوهاڻي هو. هن تفسير ۽ حديث جي تڪميل مخدوم بلاول جي مدرسي ۾ ڪئي. قاضي ڏتو حافظ قرآن، ترڪي زبان جو ڄاڻو، علم نجوم، علم جعفر ۽ ڪشف جو به ماهر هو. سيد حيدر شاهه سنائي، سنڌ ۾ بلاولي تحريڪ کي منظر ڪرڻ ۾ پيش پيش رهيو مخدوم ساهڙ لنجار جو نالو به مخدوم بلاول جي شاگردن ۾ اچي ٿو، جيڪو وقت جو وڏو صالح ۽ ڄاڻو شخص هو. سدائين عبادت ۾ مشغول رهندو هو مخدوم رڪن الدين عرف مخدوم مٺو صديقي وڏو عبادت گذار ۽ متقي هو. حديث جي علم ۾ پنهنجي وقت جو يگانو هو. شرح اربعين، شرح ڪيداني ۽ کي ٻيا رسالا سندس قلمي ۽ علمي آثار آهن. سندس وفات همايون جي دربدريءَ واري زماني يعني 949هه/ 1542ع ڌاري ٿي ۽ مڪليءَ جي مٽيءَ ۾ مدفون آهي.

**ٽل جيٿرو** (1674_7140): ٽل جيٿرو (Tull Jethro) برڪشائر (وچ ڏکڻ انگلستان) جو آبادگار جنهن ٻج ناڙي (Seed drill) ايجاد ڪئي هئي. ان ڪان علاوه هن گهوڙي ذريعي ڇڪجندڙ 'هو' (hoe) به ايجاد ڪري زمين کي ڀنجو بڻائي پوکي ڪرڻ ۽ ڇٽ سان ٻج پوکڻ واري اوزار (Broadcaster) جي جاءِ تي ناڙي ايجاد ڪئي ۽ ناڙي پوک جا مختلف طريقا به واضح ڪيا، جيڪي اڄڪي هلي وسطي دور واري ڪليل پوک جي سرشتي ۽ بعد ۾ فصلي وار ڦير (rotations) سرشتن جا اهڃاڻ ثابت ٿيا.

**ٽلو:** هي ناچ جو نالو به آهي ته دهل جي تال جو به. تال ۾ هي چئن ماترائن جو تال آهي. جن جا ٻول هي آهن: ڌين-تا-تا-تک

هي تال نچ سنڌي تال آهي، پر جيئن ته درت (تکي) لئي ۾ آهي، ان ڪري ناچ وارا تڪڙيون ادائون ڪن. هن تال ۾ نچڻ جو انداز ڇيڙي، جهمر، وهول ۽ جهمٽ وارو ٿئي. البت ٻولن جي لحاظ کان ادائن ۾ فرق اچيو وڃي. هن ناچ ۾ گهڻو ڪري هي ٻول استعمال ٿيندا آهن.

لئي لئي لاڙو ڙي، ٽلو لئي لئي لاڙو

**ٽلّو:** درياھ ۾ لوڙهيل ٿلهن ٻندن يا ڪاٺين جو سَٽو جيڪو رسن سان ٻڌي درياھ ۾ لوڙهي ڇڏبو جنهن پٽڻ يا منزل تي اهي ڪاٺ ڪڍڻا هوندا، ته گهلي آڻي ڪپر سان لاٿبا.

ڏاند وغيره جي ڳچيءَ ۾ ٻڌل وڏو ڇڙو به ٽلو سڏبو آهي.

**ٽلو خان سپهہ سالار:** ڪاڇي جو ويڙھ جرنيل ٽلي خان جي پيءُ جو نالو جنو خان ۽ والده جو نالو مائي بانڪي هو. ٽلو خان سردار وريل خان جي دور ۾ جنهن چانڊيا جاگير ۾ سرداريءَ جي پڳ 1184/1780ع ۾ پيءُ جي مرڻ کان پوءِ ٻڌي ان دور جو هو. ٽلو خان سردار وريل خان جي پٽ ولي محمد خان سان صلاحو ٿي ڪليرين جي سردار دلاور خان جون 200 ڏاچيون ڪاهيون جو گذريل چئن سالن کان وريل خان جو ڪليرين ڏي پلاند هو. جيڪو هو نه ڏئي رهيا هئا. اهو سن 1198ھ/ 1783ع جو واقعو آهي. وڏي جنگ لڳي جنهن ۾ ٽلي خان جوهر ڏيکيا ۽ ناماچاري ماڻي. بکڪ قوم ڏي به چانڊين جو پلاند رهيل هو. جنهن ڪري ٽلي خان جي نگراني ۾ بکڪن جي سردار رتي خان تي به حملو ڪيو ۽ پلاند ورتو. هي 1207ھ/1792ع جو واقعو آهي. ان کان سواءِ به هن چانڊين جي سپهہ سالار هيٺين جنگين ۾ حصو ورتو.

1. سردار جاڙي خان نوحاڻي سان جنگ 1211ھ/ 1796ع
2. سردار قنبرخان مهر سان جنگ 1214ھ/ 1799ع
3. لهرن سان جنگ 1216ھ/ 1801ع
4. ميرو خان ڪلپر سان جنگ 1217ھ/ 1802ع

ڪلپرن واري جنگ جي ڪاميابي کان پوءِ سردار وريل خان جو پٽ ولي محمد خان 1218ھ/ 1803ع ۾ سرداري جي مسند تي ويٺو. ٽلو خان سندس وڏو سپهہ سالار رهيو. ولي محمد خان جي وقت ۾ به هن ڪيترين ئي جنگين لڙيون جن مان اهم هي آهن.

1. گهاڙي مگسين پاران عمراڻين سان جنگ 1219ھ/ 1804ع
2. سردار بکر خان سرائي سان جنگ 1222ھ/ 1807ع
3. سردار دلبر خان ڪٽياڻ سان جنگ 1224ھ/ 1809ع
4. بدل خان لاشاريءَ سان جنگ 1227ھ/ 1812ع
5. سردار محمد رحيم خان عمراڻيءَ سان جنگ 1231ھ/ 1815ع
6. چوهر خان جاگيراڻي سان جنگ 1231ھ/ 1815ع
7. نومڙين سان جنگ 1244ھ/ 1828ع
8. مزار خان ڪلوڻي سان جنگ 1248ھ/ 1832ع
9. جنگ ٻير گهاڙي 1248ھ/ 1832ع
10. جنگ ليبو 1249ھ/ 1833ع
11. جنگ ٻنگاھ 1250ھ/ 1834ع
12. سپاهين سان جنگ 1250ھ/ 1834ع
13. علي شير ڪلپر بگٽيءَ سان جنگ 1257ھ/ 1841ع

علي شير ڪلپر مير نور محمد حيدرآباد جي حڪمران سان بغاوت ڪئي هئي ۽ مير نور محمد جي چوڻ تي چانڊين جي سردار. ٽلو خان کي لشڪر ڏئي علي شير کي گرفتار ڪرڻ جو حڪم ڪيو ٽلو خان. علي شير ڪلپر کي گرفتار ڪري حيدرآباد ۾ ميرن وٽ پهچايو اڻ پڙهيل هو پر دلير ڏاڍو هو. 1261ھ/ 1845ع ۾ وفات ڪري ويو.

**ٽلو مل ڏيرواڻي، ڊاڪٽر:** سنڌ جو مثالي خادم، بهترين ڊاڪٽر، 'وطن جو خدمتگار' ۽ عوامي هلچل جو باني، ڊاڪٽر ٽلومل ڏيرواڻي تاريخ 1 مارچ 1899ع تي سن شهر (اڳوڻي ضلعي دادوءَ) ۾ ٽيڪچند ڏيرواڻيءَ جي گهر ۾ جنم ورتو سندس والد هڪ غريب واپاري هو. ٽلو مل ننڍپڻ کان ئي ذهين هو. سندس ذهانت جي ڪري استاد کيس "شاگرد- اُستاد" (Pupil Teacher) سڏيندا هئا. هو پڙهڻ سان گڏ ٻين شاگردن ي به پڙهائيندو هو. ان ڪري کيس مختصر پگهار به ملندو هو ان ڪري ننڍپڻ ۾ ئي تعليم جو بوجهہ مائٽن تي نه وڌائين. هن جوانيءَ واري دور ۾ سنڌ ورڪين واپارين سان گڏ جاوا، سماترا ۽ سينگار وڃي واپار ڪيو ۾ ڪافي پئسو ڪمايو. هن ڊاڪٽري ڪرڻ سان گڏ صابڻ جو ڪارخانو هلايو. ٺيڪيداري ۽ انشورنس مان به ڪافي ڪمايو. ڊاڪٽر صاحب کي ننڍيءَ ڄمار کان ئي وطن جي آزاديءَ واري هر تحريڪ ۾ پرجوش حصو وٺندو رهيو. مهاڀاري جنگ ۽ حر تحريڪ دوران ريل گاڏيون ڏينهن جو هلايون وينديون هيون. ڊاڪٽرصاحب سدائين ٿرڊ ڪلاس ۾ سفر ڪندو هو. هڪ ڀيري گهٽي رش ۽ گرميءَ جو تاب نه جهلي، هڪ مسافر اُن گاڏيءَ ۾ بيهوش ٿي ويو. جنهن ۾ ڊاڪٽر صاحب چڙهيل هو. سندس دل هي انڌير سهي نه سگهي. ريلوي وارن کي سڏو ڪرڻ لاءِ هن گاڏيءَ جي زنجير کي ڇڪيو ته گاڏي بيهي رهي. ريلوي وارن ڪانئس سبب پڇيو ته ڊاڪٽرصاحب بيهوش ٿيل ماڻهوءَ ڏانهن اشارو ڪري کين رش گهٽائڻ لاءِ چيو. پر ريلوي وارن ائين نه ڪيو. گاڏي هلڻ لڳي ته هن وري زنجير کي ڇڪيو. انهيءَ موقعي تي ساڻس ٻيا به ڪيترا ماڻهو شامل ٿي ويا. نيٺ ريلوي وارن مجبور ٿي ڪراچيءَ کان نڪرڻ وقت ٻه نوان گاڏا لڳائي رش کي گهٽايو. گاڏي جڏهن صدر اسٽيشن تي آئي، ته ڊاڪٽرصاحب اتي لهي پيو ۽ وري اچي سٽي اسٽيشن تان نئين سر ٻيءَ گاڏيءَ ۾ چڙهيو. ان سان به ساڳي ڪار هئي. آخرڪار ان گاڏيءَ ۾ به وڌيڪ گاڏا لڳايا ويا، پر ڊاڪٽر کي گرفتار ڪري ويهاري ڇڏيائون. انهيءَ مثال ڪان متاثر ٿي، ڪيترا نوجوان اهڙيون ڪارروايون ڪرڻ لڳا. ڊاڪٽر صاحب جيل مان آزاد ٿي اچي باقاعدي "وطن خدمتگار" جي نالي سان هڪ تنظيم جوڙي. انهيءَ جماعت جا رضاڪار گاڏين ۾ صلح سان

سفر ڪرڻ تي ليڪچر ڏيندا هئا. مسافرن جي هر قسم جي تڪليف ۽ شڪايت جو تدارڪ ڪندا هئا: خود گاڏين ۾ صفائي به ڪندا هئا ۽ ماڻهن ۾ مفت دوائون به تقسيم ڪندا هئا. هن تحريڪ ايڏو ته زور ورتو جو نيٺ ريلوي وارا به ساڻن تعاون ڪرڻ لڳا. رضاڪارن وٽ پيٽيون هونديون هيون، جن ۾ ماڻهن ايتري ته رقم وڌي، جو انهن پئسن مان ڪراچيءَ ۾ پهرين "وطن خدمتگار" اسپتال قائم ٿي، جتي مفت ۾ علاج ڪيو ويندو هو. اتي پيٽيون ٽنگيل هونديون هيون. ماڻهن انهن پيٽين ۾ تمام گهڻا پئسا وڌا ۽ گاڏين ۾ دوائون ورهائيندڙ ۽ صفائي وغيره ڪندڙ جوان سڄيءَ سنڌ ۾ اڪيچار نڪري پيا. هن پوءِ اهڙيون پنج ٻيون اسپتالون به ٺهرايون، جيڪي ٺٽائي ڪمپائونڊ، ابراهيم حيدري، فريئر روڊ، لياري گانڌي نگر ۽ ڪاريڊر ۾ هيون. پاڪستان ٺهڻ وقت ڊاڪٽر صاحب ڪراچيءَ جي لالوڪيت علائقي ۾ هڪ وسيع ايراضي خريد ڪري ٿي. ٻي جي علاج لاءِ هڪ وڏي اسپتال ٺهرائي، جنهن جي پيڙهه جو پٿر سائين جي. ايم. سيد رکيو. ڏيرواڻي صاحب اسپتال ٺهرائي رهيو هو ته ڪن شرپسندن ڦري لٽي سندس اسپتال تي به قبضو ڪري ورتو. هن ڪراچي ۾ صاف ماحول ۽ رهائش لاءِ ڏيرواڻي نگر جو بنياد رکيو. هندستان مان آيل پناهگيرن سندس گهر ۽ اسپتال تي حملو ڪيو، جنهن ۾ هن جا گهرڀاتي به زخمي ٿيا، پر ڊاڪٽر صاحب ڏيرج ۾ رهيو. ڊاڪٽر صاحب کي 13 سيپٽمبر 1947ع تي پوليس چڙهائي ڪري مٽس شڪارپور ڪالونيءَ ۾ قاتل بم ڪيس مڙهيو ويو، جنهن ۾ ٻيا به ڪيترا هندو ڦاٿا ويا. ڏيڍ سال بعد ٻيا سڀ جوابدار قيدين جي مٽاسٽا ۾ ڀارت هليا ويا، پر ڊاڪٽر ٽلومل وطن ڇڏڻ کان انڪار ڪيو. جڏهن آزاد ٿيو ته سندس باقي جائداد ۽ جايون جڳهون به نه رهيون. اسپتالن وغيره تي قبضا ٿي چڪا هئا. ڊاڪٽرصاحب وري به مستقل مزاجيءَ سان پنهنجي ڳوٺ "سن" ۽ حيدرآباد ۾ اچي اسپتالون قائم ڪيون. سندس مددگار سائين جي. ايم. سيد به نظربند ٿي ويو. هن "انسان" اخبار به جاري ڪئي، پر هٽ تنگ هئڻ سبب جلد بند ٿي وئي. ايوب خان جي دور ۾ جڏهن بنيادي جمهوريت (Basic Democracy) وارو قانون آيو ته سن يونين ڪميٽيءَ کي اباڻي جڳهه دان ڪيائين. ڪميٽيءَ ان زمين تي آفيس، مارڪيٽ ۽ لائبريري قائم ڪري ان تي سندس نالو رکيو. اسپتال ڪولپائين ته سرڪاري اسپتال ويران رهڻ لڳي ۽ ڊاڪٽر صاحب جي اسپتال ۾ مريضن جا ميڙا هوندا هئا. اها حالت ڏسي هڪ طرف صحت کاتي وارا ۽ ٻئي طرف پوليس وارا اچي ڊاڪٽر صاحب تي ڏمريا ۽ هڪڙي ڏينهن اسپتال تي چڙهائي ڪري، اسپتال جون سموريون دوائون ٻهاري ويا. بعد ۾ ڊاڪٽر صاحب تي به ڪيس داخل ٿيا، جيڪي ڪجهه وقت کان پوءِ ختم ٿيا، پر هن بهترين ڊاڪٽر ۽ سنڌ جي خدمتگار هڪ ڏينهن هلندڙ گاڏيءَ ۾ 16 اپريل 1961ع تي ڪلندي ڳالهائيندي دم ڏنو ۽ پنهنجن هزارن مداحن کي جدائيءَ جو داغ ڏئي روانو ٿي ويو.

**ٽَلي**: ضلعي گهوٽڪيءَ جي تعلقي پنو عاقل ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هينيان ڳوٺ شامل آهن: ٽلي، سعيد علي انڍڙ، محمد الياس انڍڙ، صالح ملڪ، رٻن سميجو، الهيار سميجو الاهي بخش منگي، نئون منگي، نئون رٻن سميجو، نئين ٽلي ۽ دين محمد آرائين.

هن نالي سان تعلقي ٺري ميرواهه، پنو عاقل ۽ روهڙيءَ ۾ ڪي ڳوٺ به آباد آهن.

**ٽليون**: پتل يا ڪنجهي مان ٺهيل مخروطي وٽيون يا ڪٽوريون، جيڪي ٻڪرين يا ڇيلڙن کي واڄي لاءِ ڳچيءَ ۾ ٻڌبيون.

سنڌ ۾ ٿر ۽ ڪڇ، ڪاڇاواڙ طرف ٽليون مندرن جي موسيقيءَ جو مقبول ساز آهن. ٽليون پتل يا ڪنجهي مان ٺهيل ٿي چار انچ قطر واريون گول وٽيون هونديون آهن، جن ۾ اندر ننڍڙيون لارون هونديون آهن، جن کي وڄائڻ سان ڇڪو ٿيندو آهي.

**ٽماٽو** (Tomato): ٽماٽي جو اصل وطن آمريڪا جا خشڪ علائقا آهن. جتان هي فصل دنيا جي ٻين ملڪن ڏانهن پکڙيو. برصغير ۾ هن فصل جي شروعات اڻويهين صديءَ ۾ ٿي. هن فصل جي پوک پاڪستان جي ٻين صوبن سان گڏوگڏ سنڌ ۾ به وڏي پيماني تي ڪئي وڃي ٿي. بدين ضلعو ٽماٽي جي پيداوار ۾ اڳيرو رهيو آهي. هن فصل جو شمار نفعي بخش فصلن ۾ ٿئي ٿو. ٽماٽي جي آڳاٽي فصل مان تمام گهڻو ناڻو ڪمائجي ٿو. هن فصل جي غذائي اهميت به تمام گهڻي آهي. جنهن ۾ وٽامنس اي، بي ۽ سي سان گڏوگڏ معدني جزا جهڙوڪ لوڻ، لوهه، چن ۽ فاسفورس گهڻي مقدار ۾ ٿين ٿا. تنهن ڪري ٽماٽا انسان جي صحت برقرار رکڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪن ٿا. ٽماٽن جو استعمال گهڻن ئي نمونن سان وڏي پيماني تي ٿئي ٿو. ٽماٽا ڀڄيءَ، گوشت ۽ ٻين ساين ڀاڄين ۾ ڪٽاڻ ۽ ذائقي وڌائڻ لاءِ، استعمال ٿين ٿا. جڏهن ته ٽماٽا وڏي پيماني تي ڪچي کاڌي ۾ جهڙوڪ سلاد طور به واپرايا وڃن ٿا. ٽماٽن کي مختلف نمونن ۽ طريقن سان محفوظ ڪري پڻ رکيو ويندو آهي. جنهن ۾ ٽماٽن جي چٽڻي، ڪيچپ، جوس، مربو ۽ پيسٽ شامل آهن. انهن کي ضرورت تي استعمال ڪري سگهجي ٿو.



**آبهوا**: هي فصل وچولي آبهوا ۾ سٺو ٿئي ٿو هي فصل تمام گهڻي گرمي ۽ نه ئي تمام گهڻي سردي برداشت ڪرڻ جي قوت رکي ٿو. ٽماٽن جي فصل کي سرد هوائن ۽ پاري کان بچائڻ لاءِ ضروري آهي ته ان کي ڍڪجي. ڍڪڻ سان ٻوٽا سرد هوائن کان بچن ٿا. ڇاڪاڻ ته سرد هوائن ۽ پارو پڻ هن فصل جي واڌ ويجهه ۽ ميوي جي خاصيت تي اثر ڪن ٿا.

**ٻج جو مقدار ۽ ٻيجاري جي تياري**: ٽماٽي جي پوکي واسطي هڪ ايڪڙ زمين لاءِ اٽڪل سٽن کان ڏهه هزار ٻوٽن جي ضرورت پوي ٿي. جيئن ته ٽماٽن جو ٻج تمام سنهون ۽ هلڪو ٿئي ٿو. ٽماٽي جي آڳاٽي فصل لاءِ 100 کان 150 گرام ۽ پاڇاٽي فصل لاءِ 150 کان 200 گرام ٻج پوکڻ سان

ٽماٽو

هڪ ايڪڙ لاءِ ٻيجارو تيار ٿي وڃي ٿو. اٽڪل 250 کان 300 گرام ٻج مان هڪ ايڪڙ لاءِ گهربل ٻيجارو تيار ٿي ملي ٿو. ٻيجاري پوکڻ کان اڳ زمين کي کوڏر يا هر سان اونهي گڏ ڪجي. گڏ يا ڪوٽڻ کان بعد پتر وغيره پيچي ٻن ٻن چورس فوٽن جون ٻاريون ٺاهجن. ٻارين ۾ ڇيرل ۽ سڙيل وٽاڻ جو پاڻ ضرورت آهر وجهي کوڏر سان ملائجي. پاڻ ملائڻ بعد ٻارين کي رک (چار) ملائي ٻج پوکڻ گهرجي. جيڪڏهن خاڪ يا رک موجود نه هجي ته گند ڪچرو ۽ ڪک ڪانا گڏ ڪري ٻارين جي مٿان رکي ان کي باهه ڏجي ته جيئن رک تيار ٿئي. ان بعد ٻج کي هٿ سان ٻارين جي مٿان رکي ان کي باهه ڏجي ته جيئن رک تيار ٿئي. ان بعد ٻج کي هٿ سان ٻارين ۾ چٽي مٿان مٽيءَ جو سنهون تهه چاڙهجي. ٻارين کي سڪل ڪکن وغيره سان ڍڪي ڦوهاري جي مدد سان پاڻي ڏجي. ٻج جي ڄمڻ تائين ڦوهاري سان پاڻي ڏيندو رهجي. ٻج جي ڄمڻ بعد ان کي ٻئي يا ٽئين ڏينهن تي ضرورت آهر پاڻي ڏيندو رهجي. ٻاريون ڪوشش ڪري زمين جي سطح کان ٻه يا ٽي انچ مٿي ٺاهجن. ته جيئن ٻيجاري مان گهٽي پاڻي يا برساتن جي وڌيڪ پاڻي کي ڪڍي سگهجي.

**جنسون:** ٽماٽي جي وڌيڪ پيداوار ڏيندڙ جنسن مان روما، ايس آر ٽي 10، وڪٽر پي لانگ (زيتوني)، سپر مني ميڪر مارگلوب، گرنتا، رنگرس ۽ ديسي لوڪل جنس وغيره پوک هيٺ اچن ٿا.

**پوکيءَ جو وقت ۽ طريقو:** ٽماٽن جي اڳاٽي فصل پوکڻ لاءِ ٻيجارو جون ۽ جولاءِ يا آگسٽ جي مهينن ۾ پوکيو ويندو آهي ۽ رونبو آگسٽ جي مهيني ۾ شروع ڪيو ويندو آهي ۽ سيپٽمبر تائين جاري رهندو آهي. اڳاٽو فصل فقط سنڌ جي ڏاکڻي علائقي ۾ ڪاميابيءَ سان پوکي سگهجي ٿو. هي فصل وچولي ۽ اترين سنڌ ۾ گهڻي گرمي ڪري سٺو نٿو ٿئي. جيئن ته جون ۽ جولاءِ جي مهينن ۾ گرمي گهڻي ٿئي ٿي. ٻيجاري کي گرميءَ کان بچائڻ لاءِ ٻارين جي مٿان ڪک ڪانن ذريعي ڍڪجي. ٽماٽي جو ٻيجارو ڇهن هفتن اندر رونبي جي قابل ٿي وڃي ٿو. جيڪڏهن ٻيجاري ۾ گندگاهه جا ٻوٽا هجن ته انهن کي هٿ سان چڪي ڪڍڻ گهرجي. ٽماٽي جي بهتر فصل لاءِ هڪ سؤ چورس فوٽن تي تيار ٿيل ٻيجارو هڪ ايڪڙ لاءِ ڪافي ٿئي ٿو. ٽماٽن جي فصل لاءِ ڪرين جو مفاصلو 6 کان 8 فوٽ ۽ ٻوٽن جي وچ ۾ مفاصلو 1 کان 2 فوٽ رکڻ گهرجي. ٻوٽن ۾ سختي پيدا ڪرڻ لاءِ ضروري آهي ته رونبي ڪرڻ کان هڪ هفتو اڳ ٻيجاري جو پاڻي بند ڪجي. رونبو ڊسمبر جي مهيني تائين ڪري سگهجي ٿو.

**زمين جي چونڊ:** ٽماٽن جي پوک هر قسم جي زمين جنهن ۾ وارياسي کان وٺي چيڪين زمينن ۾ ڪري سگهجي ٿي. ٽماٽي جي پوک لاءِ وچولي چيڪي زمين جنهن ۾ پاڻي جو سلو نيڪال هجي. اڳاٽي فصل لاءِ وارياسيون زمينون بهتر آهن. ڇاڪاڻ ته وارياسين زمينن تي فصل جلد تيار ٿئي ٿو. وڌيڪ پيداوار وٺڻ لاءِ چيڪيون لٽاسيون زمينون جن ۾ پاڻيءَ جي نيڪال واري خاصيت موجود هجي اهي زمينون مناسب آهن.

**زمين جي ٽماٽن جي رونبي لاءِ تياري:** رونبي کان ٻه مهينا اڳواٽ زمين جي تياري شروع ڪري ڇڏجي. زمين کي پهريائين ٻه يا ٽي هر ڏيئي پتر پيچجن. جنهن سان زمين ڪلي ٿي ۽ نرم ٿئي ٿي. فصل جي رونبي کان هڪ مهينو اڳ ڇيرل ۽ سڙيل وٽاڻ جي پاڻ جون پنجاهه کان سٺ گاڏيون وجهي کوڏر سان پڪيڙجن. پاڻ جي پکيڙڻ بعد زمين کي ٻه يا ٽي هر ڏجن ته جيئن پاڻ زمين سان ملي وڃي. ٽريڪٽر جي حالت ۾ ضرورت آهر زمين جي تياري ڪجي. زمين ۾ پٽڙين يا ڪرين ٺاهڻ کان اڳ هڪ ٻوري في ايڪڙ ڊي اي پي ۽ هڪ ٻوري سلفيٽ آف پوٽاش جي ڇٽي هر سان ملائجي. ڇٽڻ فوٽن جون ويڪريون پٽيون يا ڪريا ٺاهي، ڪرين جي ٻنهي پاسي هڪ فوٽ جي وٿيءَ تي رونبو ڪجي. رونبي بعد هڪدم پاڻي ڏجي. گرم موسم ۾ رونبو شام جي وقت ڪرڻ گهرجي.

**پاڻ ڏيڻ:** ٽماٽن جي رونبي کان اڳ زمين جو ڪيميائي تجزيو ڪرائجي ته جيئن پاڻ جو صحيح وزن ڏيئي سگهجي. پاڻ جي صحيح وزن ڏيڻ سان ٻوٽي جي واڌ ويجهه سٺي ٿئي ٿي. جنهن جي نتيجي ۾ ڦل صحيح لڳي ٿو



۽ ڦل جو وزن به ٺيڪ ٿئي ٿو. ٽماٽن جي فصل ۾ 2 کان 3 ٻورين ڊي اي پي پوکي وقت ڏيڻ گهرجي يا هڪ ٻوري ڊي اي پي، هڪ ٻوري نائٽروفاس ۽ هڪ ٻوري يوريا ڏجي. جيڪي پوکيءَ وقت، گل ٿاڻي ۽ پهرين چونڊي کان اڳ ڏجي. ٽماٽن جو فصل پاڻ جي لحاظ کان تمام گهڻو حساس ٿئي ٿو. فصل کي ضرورت کان وڌيڪ پاڻ ڏيڻ به نقصانڪار آهي. پر جيڪڏهن پاڻ گهٽ اچي ويو تڏهن به فائديمند نٿو رهي. تنهن ڪري فصل کي ضرورت آهر متوازن پاڻ جو وزن ڏجي. ٽماٽن ۾ فاسفورس جي کوٽ ڪري ڦل دير سان ٿو لڳي ۽ پيداوار گهٽ لهي ٿي. زمين ۾ پوٽاش جي گهٽتائي ڪري ڦل نرم ٿئي ٿو ۽ ذائقو گهٽجي وڃي ٿو جڏهن ته نائٽروجن جي گهٽتائي سبب ٻوٽي جي واڌ گهٽ ٿئي ٿي، ڦل ننڍيو ۽ نرم ٿئي ٿو. ڦل جو رنگ به سلو نه ٿو ٿئي ۽ پيداوار گهٽ لهي ٿي.

**پاڻي ۽ گڏ:** رونبي بعد فصل کي پهريائين ٻه يا ٽي پاڻي ٽڪرا ٽڪرا ڏجن ته جيئن تازي رونبي ڪيل ٻيجاري جون پاڙون زمين ۾ لڳي وڃن. فصل کي پهريون پاڻي 3 يا 4 ڏينهن ڏجي. گرم موسم ۾ فصل کي پاڻي هر هفتي ۽ سرديءَ جي موسم ۾ هر پندرهن ڏينهن بعد ڏجي.

**گندگاهه ڪڍڻ:** گندگاهه جي ٻوٽن جي خاتمي لاءِ ٻه يا ٽي ڀيرا گڏ ڪجي. فصل جي پاڙن تي گڏ وقت هڪ دفعو مٽي چاڙهجي. مٽي چاڙهڻ ڪري هڪ ته ٻوٽن جي واڌ ويجهه سٺي ٿئي ٿي ۽ ٻيو ٻوٽا هيٺ ڪرڻ کان بچن ٿا. جڏهن فصل ۾ گل اچڻ شروع ٿين ته هڪ ٻوري يوريا پاڻ جي ڏيئي فصل کي پاڻي ڏجي. جيئن ته ٽماٽي جي فصل جون ڏانڊيون ڪمزور ٿين ٿيون، انهن کي ووڻٽائين جي ٽيڪ ڏيڻ سان پيداوار وڌي ٿي. فصل کي سرديءَ جي ٿڌين هوائن ۽ پاري کان بچائڻ لاءِ ڍڪ ڪجي. ٻي حالت ۾ فصل جي

واڌ رڪجي وڃي ٿي ۽ پاري پوڻ ڪري ٻوٽا سڙي وڃن ٿا. پارو گھڻو ڪري جنوري ۽ فيبروريءَ جي مهينن ۾ پوندو آهي. اولهه جي ملڪن ۾ پاري پوڻ جا اڳواٽ اطلاع ڏيندڙ گھڙيال، موجود آهن. اهي پاري پوڻ جو اڳواٽ اطلاع ڏين ٿا ۽ آبادگار پنهنجن فصلن کي سڙڻ کان بچائڻ لاءِ اپاءَ وٺندا آهن. آبادگار پنهنجي تجربي مان پاري پوڻ جو اڳواٽ اندازو ڪري سگھن ٿا.

**چونڊ ۽ پيداوار:** سنڌ جي ڏاکڻي علائقي ۾ اڳاٽو فصل سيپٽمبر ۽ آڪٽوبر کان ڦل ڏيڻ شروع ڪندو آهي. پاڇاٽو فصل مارچ جي آخري هفتي تائين ڦل ڏيندو رهندو آهي. اپريل ۾ گرم هوائن ۾ لڪن لڳڻ ڪري ٻوٽا سڪي ويندا آهن ۽ پيداوار ڏيڻ بند ڪندا آهن. ڦل جي تيار ٿيڻ تي هر ٽئين يا چوٿين ڏينهن تي ڪڪوريل ٽماٽن جي چونڊ ڪجي. ٽماٽن پٽڻ مهل ان ڳالهه تي خاص ڌيان ڏجي ته جيئن ٽماٽن جي ٽارين ۽ ٻوٽي کي نقصان نه رسي. ٽماٽن جي في ايڪڙ پيداوار ٻن کان اڍائي سو مڻ ملي ٿي.

**جنسون:** ٽماٽن جون ٻه جنسون سنڌ ۾ عام طور پوکيون وڃن ٿيون. جنهن ۾ ايس آر 2، ٽي 10، روما، پي لانگ ۽ لوڪل جنسون وغيره.

**(الف) گول ٽماٽن واري جنس:** هن جنس جي ٽماٽن کي گھڻي وقت لاءِ رکي نٿو سگھجي. انهيءَ سبب ڪري هن کي پري وارين مارڪيٽن ۾ نٿو موڪلي سگھجي.

**(ب) ڊگھن ٽماٽن واري جنس:** هن جنس ۾ گھڻي وقت لاءِ رکڻ جي قوت موجود آهي. هن جنس ۾ ٽماٽن کي دور دراز جي مارڪيٽن ۾ آسانيءَ سان پهچائي سگھجي ٿو. ڊگھي جنس جيڪا عام پوکي وڃي ٿي سا آهي ”روما“ (Rooma) هيءَ ٻاهرين ملڪن جي جنس آهي.

**تم تم:** چئن ڦيٿن واري خاص گھوڙي گاڏي، جنهن ۾ ڪوچوان پنيان ويهي گھوڙو هلائيندو آهي. سنڌ ۾ هن قسم جي گھوڙي گاڏي، ٽنڊي ٺوڙهي جي مرزا صاحبن وٽ هوندي هئي. گاڏيءَ تي ڏمڻ چڙهيل هوندي هئي ۽ پنيان بند هئي. ڪوچوان پنيان تختيءَ تي ويهي، رينون هٿ ۾ جهلي، گھوڙي کي هڪليندو هو. عجيب قسم جي پوشيدي گاڏي هئي، جنهن جو نمونو برطانيا جي وڪٽوريا دور وارين گاڏين جو نقل هو.



**تم تم تانڊاٽا** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب ناميا ري شاعر ۽ براڊڪاسٽر مختيار ملڪ جي ٻاراڻي شاعريءَ تي مشتمل آهي، جيڪو ٻارن جي عالمي سال 1979ع جي مناسبت سان ڇپايو ويو. ڪتاب جي مهاڳ ۾ ناليواري اديب محمد ابراهيم جويي، لکيو آهي ته: ”ٻارن جي هن عالمي سال لاءِ اسان جي ڪيترن ئي محبوب شاعرن جيڪي هٿين خالي پر دلين جا تونگر آهن، سنڌي ٻارن کي پنهنجا قرب ڀريا املهه تحفا ڏنا آهن. مختيار ملڪ اهڙو ئي هڪڙو تحفو هن ڪتاب جي صورت ۾ سنڌ جي ٻارن کي پيش ڪيو آهي.“ هيءَ ڪتاب ”سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت، حيدرآباد“ طرفان ڊسمبر 1980ع شايع ڪيو ويو. ڪچي جلد سان، 56 صفحن واري هن ڪتاب جي قيمت 5 روپيا آهي.




**ٽمڻ جبل:** ڪاڇي جي اولهه ۾ جيڪي جبلن جون قطارون آهن، ٽمڻ جبل به انهن مان هڪ آهي. ڪِن ڪِن جبلن مان پاڻي سِمندو يا ٽمندو آهي. ڪنهن جبل مان اڇو کير جهڙو، ته ڪنهن مان وري معدني پاڻي. ٽمندو آهي. جبل مان پاڻي ٽمي، هيٺ ڪُنب ۾ گڏ ٿيندو آهي، جنهن کي ”ٽمڻ جبل جو ڪنب“ چئبو آهي. هيءَ پاڻي نهايت شفاف هوندو آهي. ڪُنب، وڏي ۽ اونهي تلاءَ کي چوندا آهن.

**ٽمور وارا ڄٽ:** ”ڄٽن“ جو هڪڙو پاڙو، جيڪي تعلقي ڪنڊياري جي پرسان ڏيري کان ڏکڻ طرف اٽڪل ٻن فرلانگن جي مفاصلي تي، شاخ جي ڪپ تي ڳوٺ ٻڌي ويٺا آهن.

**ٽمو کهرو:** تعلقي ساماري جي هڪ ديهه جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڳوٺ يعقوب هاليپوٽو، منظور احمد چيما، اوطاق ڪي.ايس عطا محمد پلي، پير محمد چيما، اوطاق نصرالله پلي، راڻو خان ڪيري، خان صاحب راستي، اوطاق غلام حسين پلي، دريا خان ڏونڪائي ۽ جانارام مالهي.

**ٽمون ڪارو:** ضلعي عمرڪوٽ جي تعلقي ساماري ۾ هڪ ديهه جو نالو. قديم دور ۾ وهندڙ ’ڏوري‘ جي ٻن پاسن کان، ساماري، عمرڪوٽ روڊ لڳ، ٻه ديهون آهن: هڪ اولهه طرف، ٻي اوڀر طرف. اوڀر طرف جي ديهه ’ٽمون منو‘ سڏجي ٿي ۽ اولهه طرف جي ديهه ’ٽمون ڪارو‘ سڏجي ٿي. ٽمون ’کوهه‘ کي چئبو آهي. چون ٿا ته اڳي هتي گھڻا کوهه هوندا هئا، جي اولهه طرف هئا ۽ بيحد ڪارا هوندا هئا. ان ڪري هن ديهه جو نالو ئي ’ٽمون ڪارو‘ پئجي ويو.

**ٽمون منو:** ضلعي عمرڪوٽ جي تعلقي ساماري ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: منير پلي، جان محمد، ڪمال چاچڙ، اوطاق جان محمد، منل لاشاري، حاجي محمد حسن، چوڌري علي محمد، پورو آريسر. اڳاڻي وقت ۾ هن ديهه ۾ وڏا کوهه هوندا هئا، جن جو پاڻي منو هوندو هو، انهيءَ ڪري هن ديهه کي ”ٽمون منو“ سڏيو ويو.

**ٽَنُ:** اناويهن مڻن جو وزن. هڪ سؤ ڪلوگرام وزن جو ميٽرڪ ٽَنُ. اناج جي تور جو هڪ ماڻ، جنهن ۾ 28 مڻ ٿيندا آهن.

**ٽنب:** ٻهراڙيءَ ۾ ماڻهو ساريون، ٻيو اَن يا گاهه پَنو ڳوڻ يا ڄُوال ۾ بند ڪري ڪٽي ويندا آهن ۽ وٽن سوئلي يا سوئو نه هئڻ ڪري ننڍڙيون سنهيون نوڪدار ڪاٺيون ٻن ٻن انچن جيڏيون ٽڪرا ڪري، ڳوڻ جا ٻئي چپ ملائي، وٽن ٽوپڻ وانگر ٽنبيندا آهن. ان نموني ڳوڻ جو منهن بند ڪرڻ جي عمل کي ”ٽنب لڳائڻ يا سيبو“ چوندا آهن.

**تنبجڻ/ ڪچا ڦر ڪيرائڻ** (Brucellosis): هيءَ جانورن جي هڪ وچڙندڙ بيماري آهي. جيڪا (بروسيلا امبارٽس) جيوڙي مان ٿيندي آهي. هن بيماريءَ ۾ مادي جانور حمل جي آخري مهينن ۾ ڪچو ڦر ڪيرائي ڇڏيندي آهي. سندس جنسي عضون ۾ سوزش ٿيندي آهي. هن بيماريءَ ۾ متاثر جانور سنڍ به ٿي ويندا آهن. هيءَ بيماري عورتن کي به متاثر ڪري سگهي ٿي. جيڪا بيمار جانورن جي کير پيئڻ يا ڄر (اور) کي هٿ لائڻ سان ٿي سگهي ٿي.

هن بيماريءَ جي نشانين ۾ ڳئون يا مينهن حمل جي ستين يا اٺين مهيني ۾ ڦر ڪيرائي ڇڏيندي آهي. جنهن کان پوءِ ڄر ۾ زهريلو مادو گڏ ٿي جانور کي سُنڍ ڪري ڇڏيندو آهي. جانور جي ٻچي دانيءَ ۽ سار ۾ سوزش ٿيندي آهي. سانهه جي خصين تي سوڄ ۽ سنڌن تي سوڄ ٿيندي آهي ۽ اهو منڊڪائڻ لڳندو آهي. ان ڪري اهڙين حالتن ۾ ضروري ٿيو پوي ته فارم ۾ سيني جانورن جو معائنو ڪرايو وڃي، نئين خريد ڪيل جانور کي ٻئي مال کان ڌار ڪيو وڃي ۽ ڦر ڏيڻ کان پوءِ هڪ مهيني تائين ان کي ويايل جانور کان ڌار رکجي.

جيڪڏهن ڪا به ڳئون يا مينهن ڦر اڇلائي ڇڏي ته مئل ڦر ۽ ڄر وغيره کي ساڙي ڇڏجي ۽ انهيءَ جاءِ کي جيوڙا مار دوا سان ڌوئي صاف ڪجي ۽ اهڙي جانور جو کير اوٻاري استعمال ڪجي.

**ٽِنڊڻُ** (Beetle): هڪ قسم جو جيت، جيڪو ڪاري رنگ جو ٿيندو آهي. هي جيت هرهنڌ ٿيندو آهي. پٿين جي چاپوڙن ۽ ڏرڙن ۾ رهندو آهي. ان جو گذران ننڍڙن جيتن تي هوندو آهي. هيءُ جيت ڪاري رنگ تي، ننڍي سوپاريءَ جيڏو ٿيندو آهي،



هن جا ٻه قسم ٿيندا آهن: هڪ اڏامندڙ ٻيو سُرندڙ. ٽنڊڻ گهڻو ڪري وارياسن هنڌن تي رهندا آهن. حڪيمن توڙي عام ڳوٺاڻن جو خيال آهي ته اهو ڪيترين بيمارين جي علاج ۾ ڪم آڻي سگهجي ٿو. مثلاً: ٽنڊڻ کي چيري وڇونءَ جي ڏنگ تي ٻڌبو ته زهر مٿي نه چڙهندو.

**ٽنڊڻي ڳاڙهي** (Red Pumpkin Beetle): هيءَ ٽنڊڻي ڳاڙهاڻ مائل نارنگي رنگ جي هوندي آهي، ان جو منهن سوڙهو ۽ اکيون ڪاريون وڏيون ٿينديون آهن، جنهن جي پرسان ڪيس ٻه مڇون Antennae ٿين، هن جو پيٽ ڪارو هوندو آهي. مادي ٽنڊڻي زندگيءَ ۾



لڳ ڀڳ 300 آنا لاهيندي آهي، جن مان ٻچا 6 کان پندرهن ڏينهن ۾ نڪرندا آهن. جيڪي 12 کان 35 ڏينهن اندر جوان ٿيندا آهن ۽ ساين ولين تي حملو ڪندا آهن. جنهن سان پنن ۾ سوراخ ٿي پوندا آهن.

**ٽَنڊو**: بلوچ قبيلي يا ڪٽنب جي رهائش واري جُوءِ بلوچن جو اڏيل ڳوٺ. لفظ "ٽنڊي" جي اصل حقيقت اها آهي ته بلوچ ڪُلن، اُن يا ڏاس مان تنبو ٺاهيندا آهن. ننڍا ننڍا تنبو گڏي يڪو وڏو طنبو ٺاهيندا آهن، جيڪو ڪين خانه بدوش زندگيءَ ۾ اجهي جو ڪم ڏيندو آهي ۽ سڄي ڪٽنب لاءِ هڪڙوئي "توده" ڪافي هوندو آهي. سنڌ ۾ بلوچن، پنهنجي رهائش اختيار ڪئي ته سماجي رواج موجب اهو "توده" بدلجي "تنده" يا "ٽنڊو" ٿي ويو. سنڌ ۾ گهڻا ڳوٺ ۽ شهر "ٽنڊي" جي نالي سان قائم ٿيا. عام طرح "ٽنڊو" ننڍي چانوڻي هوندو آهي. ميرن جي اڪثر سپهه سالارن جا ٻڌل ڳوٺ 'ٽنڊا' سڏيا ويا، ڇو ته اُتي انهن سپهه سالارن جي هٿ هيٺ سپاهه رهندو هو.

**ٽنڊو آدم**: ضلعي سانگهڙ جو هڪ مشهور شهر ۽ تعلقو، جيڪو حيدرآباد شهر کان 43 ميلن جي مفاصلي تي، مين ريلوي لائين تي واقع آهي. هتي وڏي ريلوي اسٽيشن آهي. هن شهر جو بنياد 18 صدي عيسويءَ ۾ مير آدم خان مريءَ رکيو. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ هتي ڪيترين صنعتون قائم ٿيڻ سبب، شهر جي رونق وڌي وئي آهي. انهن صنعتن ۾ ڪپڙي جا ڪارخانا، ماچيس فئڪٽريون، هڏن جو ڪارخانو، ڪپهه ڇاٽڻ ۽ ڪنڊ ڀاهڻ جا ڪارخانا آهن. هتان جون پڪل گوشت جون رانون ملڪان ملڪ مشهور آهن. نيو علي ڳڙهه ڪاليج هتي جو معروف تعليمي ادارو آهي. حيدرآباد کان نواب شاهه ريلوي لائين جي مشهور اسٽيشن ۽ جنڪشن به آهي، ڪنهن وقت ٽنڊي آدم کان هالا، سعيد آباد ۽ پڊعيدن لائين تائين، ريل گاڏي به هلندي هئي، جيڪا هاڻي بند ٿي وئي. سنڌ جو مشهور ڳويو استاد منظور علي خان به ٽنڊي آدم ۾ رهندو هو ۽ اتي راڳ جي رياضت جو اسڪول قائم ڪيائين، جتان ڪيترائي شاگرد ڪامياب ٿي نڪتا. ناميارو محقق عبدالله خان ورياهه جو تعلق به هن شهر سان هو. آدم خان مريءَ جو ٽنڊو (ٽنڊو آدم) شهر نه رڳو صنعت ۽ تجارت ۾ اهم حيثيت رکي ٿو، پر تعليم جي ميدان ۾ به گهڻو اڳتي آهي. هن شهر ۾ هن وقت ٻه ڊگري ڪاليج، هڪ مونو ٽيڪنيڪل ڪاليج، اٺ هاءِ اسڪول، چار مڊل اسڪول ۽ ڪيترائي پرائمري ۽ ڪي جي (K-G) اسڪول آهن، جن جو وچور هن ريت آهي:

**ڪاليج**: (i) گورنمينٽ نيو علي ڳڙهه ڪاليج، ٽنڊو آدم. (ii) گورنمينٽ گرلز ڪاليج، ٽنڊو آدم. (iii) مونو ٽيڪنيڪل ڪاليج، ٽنڊو آدم.

**هاءِ اسڪول**: (i) شاهه عبداللطيف گورنمينٽ هاءِ اسڪول، ٽنڊو آدم. (ii) سرسيد گورنمينٽ هاءِ اسڪول، ٽنڊو آدم. (iii) جامعه مليه گورنمينٽ هاءِ اسڪول، ٽنڊو آدم. (iv) فاطمه جناح گورنمينٽ گرلز هاءِ اسڪول، ٽنڊو آدم. (v) مولانا محمد علي جوهر ميونسپل هاءِ اسڪول، ٽنڊو آدم. (vi) حاجي روشن الدين بوائز هاءِ اسڪول، ٽنڊو آدم. (vii) حاجي روشن الدين گرلز هاءِ اسڪول، ٽنڊو آدم. (viii) حوا پبلڪ هاءِ اسڪول، ٽنڊو آدم.

**مڊل اسڪول**: (i) شاهه عبداللطيف گرلز مڊل اسڪول، لڳ جمن شاهه جتي. (ii) مرزا قليچ بيگ گورنمينٽ بوائز مڊل اسڪول، جتيا پاڙو. (iii) مرزا قليچ بيگ گورنمينٽ گرلز مڊل اسڪول، جتيا پاڙو.

دِيني درسگاهون:

**مدرسہ عربيہ مدينة العلوم:** هيءُ مدرسو 1907ع ۾ قائم ٿيو. حضرت مولانا محمودالحسن راڻيپوريءَ هن مدرسي جي پيڙهه جو پٿر رکيو.

**مدرسة البنات:** هيءُ ڇوڪرين جو مدرسو 1994ع ۾ قائم ٿيو. اندرون سنڌ ۾ هيءُ پهريون مدرسو آهي، جنهن ۾ وفاق المدارس جي نصاب مطابق نياڻين جي عربي تعليم جو انتظام آهي، جنهن جو انتظام حافظ عبدالحق جي محنت ۽ جفاڪشيءَ سان ٿيو آهي.

**مدرسہ تعليم القرآن:** هي مدرسو ملڪ امام الدين 'شوقين' جي تعاون ۽ خرچ سان تيار ٿيو. جتي حفظ ۽ ناظره قرآن مجيد جي تعليم ڏني ويندي آهي.

**دارالعلوم فريديہ:** مولوي محمد عليءَ جي نگرانيءَ ۾ هيءُ مدرسو هلي رهيو آهي، جنهن ۾ حفظ ۽ ناظره قرآن جي تعليم ڏني وڃي ٿي.

**مدرسہ سيد محمد آفاق:** هيءُ مدرسو قرآن شريف جي ابتدائي تعليم جو مدرسو آهي، جنهن جو بنياد مرحوم سيد محمد آفاق سال 1965ع ڌاري رکيو. هيءُ مدرسو ڪاليج ڪئمپس اندر مسجد ۾ آهي، جتي پهريائين مرحوم سيد محمد آفاق صبح جي وقت ٻارن کي قرآن شريف پڙهائڻ شروع ڪيو هو. سندس وفات بعد اهو مدرسو ساڳئي هنڌ اڄ به جاري آهي.

**مدرسہ جامعة العلوم مهديہ (اهل تشيع) ٽنڊو آدم:** هيءُ مدرسو سال 1993ع ڌاري قائم ٿيو. جيڪو شيعہ فرقي سان تعلق رکندڙ "جامع مسجد شيعہ، ٽنڊي آدم" جي پيش امام مولانا علي محمد مريءَ جي ڪوشش سان چوٿين آگسٽ 1993ع تي قائم ڪيو ويو. هيءُ مدرسو ناريجا ڪاٽن فيڪٽريءَ ۾ ورتل پلاٽ تي قائم آهي.

**مدرسہ ندوت العلوم جامع مسجد ختم نبوت ٽنڊو آدم:** هن مدرسي جو بنياد سال 1951ع ۾ پيو. هن مدرسي جو قائم ڪندڙ مولانا مفتي محمد شفيع "مفتي اعظم پاڪستان" هو. هن مدرسي مان قرآن پاڪ جا ڪيترائي حافظ پيدا ٿيا. هيءُ مدرسو هن وقت جامع مسجد ختم نبوت، ٽنڊي آدم جي خطيب مولانا حماديءَ جي اهتمام هيٺ هلي رهيو آهي.

**مدرسہ عربيہ قاسم العلوم:** هيءُ مدرسو سال 1976ع ۾ قائم ٿيو. هن مدرسي جو بنياد وجهندڙ مولانا عبدالله درخواستي هو ۽ باني حافظ گل محمد ٽالپر هو، جو 25 آڪٽوبر 1996ع تي وفات ڪري ويو. جنهن کان پوءِ ان جو اهتمام حاجي جي هٿ هيٺ هو.

**مدرسہ تعليم القرآن:** هيءُ مدرسو سال 1989ع ۾ قائم ٿيو. هن مدرسي جو باني ۽ مهتمم قاري عبدالهادي هو.

**مدرسہ دارالعلوم ختم نبوت:** هيءُ مدرسو سال 1991ع ۾ وجود ۾ آيو. سندس باني ۽ مهتمم مفتي حفيظ الرحمان ۽ سرپرست اعليٰ مولانا حمادي آهن.

**مدرسہ عربيہ محمديہ، ڳوٺ سچيڏنو ورياهه:** هن مدرسي جي ابتدا 8 صفر سال 1361هه/ 1943ع ۾ ٿي. هن مدرسي ۾ ان سالن تائين قرآن شريف جو حفظ، ناظره تعليم ۽ مولانا فتح محمد سيوستانيءَ جي مذهبي ڪتابن، تاريخ ۽ جاگرافيءَ وغيره جو درس ڏنو ويندو هو ۽ ڏهين رجب سال 1369هه/ 1951ع کان وٺي هن ۾ عربي تعليم شروع ڪئي وئي، جا هن وقت تائين جاري آهي.

هن ناليءَ سان ضلعي سانگهڙ جي تعلقي ٽنڊي آدم ۾ هڪ ديهه موجود آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: محمد خان لنجواڻي، فقير محمد شريف، ڪرنل محمد حنيف، محمد فاروق، عبدالشڪور، حاجي محمد علي راڄڙ، سائين ڏنو خاصخيلي ۽ مٺو خان مري.

**ٽنڊو آغا:** آغا اسماعيل شاهه ابن آغا براهيم شاهه ابن سيد عبدالهادي شاهه اصل اصفهان جو ويٺل هو جتان سال 1150هه/ 1737ع ۾ لڏي هندوستان آيو ۽ مدراس جي هڪ راجا جو خاص شاهي حڪيم ٿي رهيو ان وقت سنڌ جو حاڪم ميان نور محمد ڪلهوڙو هو جنهن جي ان راجا سان دوستي هوندي هئي. ان جي چوڻ تي راجا، آغا سيد عبدالهادي کي ميان نور محمد ڏي موڪليو جتي ميان ان جي تمام گهڻي تعظيم ڪئي. راجا جلدي مري ويو ۽ آغا عبدالهادي سنڌ ۾ رهجي ويو سال 1193هه/1779ع ۾ آغا عبدالهادي وفات ڪئي. ان کانپوءِ ان جو پٽ آغا ابراهيم شاهه به پنهنجي پيءُ جي جاءِ تي ڪلهوڙن وٽ ساڳي عزت سان سرفراز ڪيو ويو ۽ هو ڪلهوڙن جي طرفان خراسان ۽ ڪابل ۾ وڪيل ٿي ويندو هو ڪلهوڙن شڪست کانپوءِ ٽالپر سنڌ جا حاڪم ٿيا ته آغا ابراهيم کي ساڳي عزت ملي ۽ سنڌ فتح ڪرڻ ۾ هن مير فتح علي خان کي گهڻي مدد ڏني هئي. ان جي وفات کان پوءِ آغا اسماعيل شاهه به ٽالپرن وٽ وڏو رتبو حاصل ڪيو. حيدرآباد جي اپرندي طرف ڦليلي جي ڪناري تي آغا اسماعيل شاهه اچي آباد ٿيو جنهن بعد ان پاڙي کي ٽنڊو آغا جو نالو ڏنو ويو. ٽنڊي آغا ۾ آغا اسماعيل کان پوءِ خيرپور جا مرزا پڻ مير حسن علي خان ٽالپر جي چوڻ تي آباد ٿيا. ٽنڊي آغا ۾ آغائي سيدن ۽ مرزائن جي آباد ٿيڻ بعد گهڻو پوءِ ٻين ذاتين جا ماڻهو به هتي اچي آباد ٿيا، جن ۾ سيد، ڏاهري، سيال ۽ مستري شامل آهن. هتي جي آبادي اڄ هزارن ۾ آهي.

**ٽنڊوالهيار:** هي سنڌ جو مشهور شهر ۽ ضلعو آهي. هي حيدرآباد کان 35 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي واقع آهي. هتي ريلوي اسٽيشن به آهي. هن شهر کي فتح علي خان ٽالپر جي پٽ مير الهيار خان 1790ع ۾ آباد ڪيو. جنهن هتي ڪچين سرن جو هڪ قلعو به تعمير ڪرايو هي شهر گهريلو هٿ جي هنرن ڪري پوريءَ سنڌ ۾ مشهور آهي. هتي ڄُرجي ڪم ۽ عاج مان مختلف شين ٺاهڻ جون ننڍيون صنعتون قائم آهن. ٻين صنعتن ۾ اٽو پيهڻ، چانورن ڇڙڻ، کپهه ٽاڻڻ ۽ کنڊ ٺاهڻ جا ڪارخانا شامل آهن. هتان جي هڪ سخي مرد ۽ مخير سماج سڌارڪ حاجي صادق ميمڻ اوسي پاسي جي ڳوٺن جي غريبن جي ٻارن لاءِ هڪ اسڪول کوليو هو، جيڪو پوءِ هاءِ اسڪول ۽ ڪاليج بڻيو ۽ هن علائقي ۾ تعليم جي ڦهلاءَ جي ڏس ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو اهوئي ايس. ايم. سائنس ڪاليج هن وقت هتي جو وڏو تعليمي ادارو آهي، جنهن جو پرنسپال علي حسن خاصخيلي صاحب آهي. ان ڪانسواءِ هتي ٻي گهڻي شهرت "دارالعلوم" هاءِ اسڪول ۽ مدرسي کي آهي. هي مشهور ديني ادارو مفتي محمد شفيع مرحوم قائم ڪيو هو. هتي جي آبادي لکن ۾ آهي. 1920ع ڌاري ٽنڊي الهيار جي اسٽيشن کان اڳيرو هلبو



هو ته ساڃي پاسي آباديءَ جا ٽڪر ۽ سرڪاري باغيچو ۽ ڏائي پاسي مقام ۽ ان جي اڳيان سرويئر جو بنگلو ۽ جج جي آفيس نظر ايندا هئا. اهوئي رستو وٺي تار ۽ ٽپال آفيس ۽ ميونسپل آفيسن وٽان لنگهي قلعي ڏانهن وڃبو هو. اهو قلعو ڪچو هو ۽ منجهس ڊپٽيءَ جو بنگلو، ڪارداري ۽ پوليس وارن جي رهڻ جون جايون هيون. اتي هڪ وڏو کوهه هو، جنهن جي پر ۾ هڪ قبر تي ”ڊيوڊ ارونگ“ نالو اُڪريل هو ۽ وفات جي تاريخ ”پهرين آگسٽ 1843ع“ ڄاڻايل هئي. قلعي کان سڌو رستو بازار ڏانهن ويندو هو. بازار کي فرش بندي ۽ ڍڪيل ڇت هئي. شهر ۾ ڪٽي ۽ کهنباٽي گهڻا هئا. هتي عاج، ريشم ۽ ڇَر جو ڪم گهڻو هلندو هو.

هن شهر ۾ ٿورا آڳاٽا مندر آهن، جن مان مکيه مندر رامديو پير جو آهي. مارواڙ (راجستان) جي رٺوجا شهر ۾ راجا اجمل جي گهر اوتار ورتنڊڙ رامديو پير جي پوڄا هتي گهڻي هلي ٿي. مندر ۾ سنگ مرمر جون هڪجهڙيون به مورتيون رکيل آهن، جن ۾ رامديو پير گهوڙي تي چڙهيل آهي ۽ چور زمين تي ڪِريل آهي، جنهن کي برڇيءَ سان ماريو اٿس. هتي هر سال بدي مهيني ۾ رامديو جو ميلو لڳندو آهي ۽ پوري سنڌ کان هندو ياتري هتي اچي ڪٺا ٿيندا آهن. ڪيترائي ياتري مختلف شهرن مان ياتري چڙيون ڪڍي ايندا آهن ۽ اچي ڏجائون چاڙهيندا آهن.

تنڊي الهيار ۾ ڪاليءَ جو مندر به آهي. مندر ۾ ڪاليءَ کي گلي ۾ رند مالها يعني مردن جي کوپرين جي ڪنٺي پيل آهي. هڪ هٿ ۾ ڪٽو ٿيئي هٿ ۾ هڪ دئت جي سِسِي، ٽئين هٿ ۾ رت جو پيالو ۽ چوٿين هٿ ۾ ترشول اٿس. هتي آسپاس جا هندو ذاتين جا ماڻهو مخصوص ڪيل ڏينهن تي گڏ ٿي، جنن ڀوتن جو ڀوڳ ڪندا آهن. مندر ۾ هنومان جي مورتي به آهي؛ هن مندر کي ”کاڪچوڪ“ به سڏين.

ٽالپرن ۽ ميرن جي صاحبيءَ ۾ هي شهر وڏو واپاري مرڪز هو. حيدرآباد ۽ عمرڪوٽ ڏانهن وڃڻ لاءِ هتان شاهي سڙڪ هئي. حيدرآباد کان نئين قليليءَ وارو رستو وٺي تنڊي جام ۽ ڪيساني کان هتي اچبو هو. تنڊي الهيار ۾ ميمڻ، يوسفاڻي، بڄاڻي، پاٽولي، ميرجت، جروار جا ماڻهو آباد آهن. هتان قومي ۽ صوبائي اسيمبلين ۾ عبدالستار بڄاڻي، محترمه شمشاد بڄاڻي، عبدالغني درس، لطيف مگريو مختلف دورن ۾ چونڊجي ويندا رهيا آهن.

تنڊي الهيار پاسي بکيرن جو ڳوٺ به تاريخي اهميت وارو آهي. اتي بکيرائي سيدن جا آڳاٽا قبا آهن، جن مان پير فضل شاهه ۽ پاني پوٽي جا قبا تمام جهونا آهن. اهو ڳوٺ قائم شاهه قريشيءَ ٻڌايو هو. جنهن کي ساڍا ست سؤ کن ورهيه ٿيندا.

تعلقي تنڊو الهيار نالي هڪ ديهه به آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ واقع آهن:

گل لکمير، حيدرخان جروار، مدد علي ٽالپر بولڻ شاهه، ولي داد خاصخيلي، ميرشاهه محمد ٽالپر پليڏنو شاهه، الله بخش ارباب، شڪارين جو ڳوٺ، مهاڻن جو ڳوٺ، سومرا ڪالوني، خواجه ڪالوني، مدينه ڪالوني، ڪشميري ڪالوني، منصور ڪالوني، پناهه ڪوريا ڪالوني، طالب المولیٰ ڪالوني، شهباز ڪالوني، مدينه ڪالوني-2، حاجي ابراهيم ڪٽي ڪالوني، مٺڻ شاهه جو ڳوٺ، ڪنيار ڪالوني ۽ فياض ڪالوني (مير منور علي).

**تنڊو باگو:** تنڊو باگو ضلعي بدين جو هڪ وڏو شهر آهي، جيڪو شادي واهه جي ڪابي پاسي واقع آهي. تلهار ۽ بدين هن جون ويجهيون ريلوي اسٽيشنون آهن. 18 صدي عيسويءَ ۾ ميرباگي خان ٽالپر هيءُ شهر آباد ڪيو ۽ پنهنجي نالي جي نسبت سان شهر جو نالو ”تنڊوباگو“ رکيائين. هتي چانورن چڙهڻ جا ڪارخانا آهن. تعليمي ادارن ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول قابل ذڪر آهي. 1998ع جي آدمشماريءَ موجب هتي جي آبادي ٽن لکن جي لڳ ڀڳ هئي، جيڪا هاڻي يقيناً وڌي وئي هوندي. سخي مرد مير غلام محمد خان ٽالپر هن شهر ۾ پنهنجي خرچ سان بوائز هاءِ اسڪول کولايو هو جيڪو اڄ ڏينهن تائين هلي رهيو آهي. مير صاحب جي خرچ سان 1921ع ۾ قائم ڪيل هڪ مدرسو به هلندڙ آهي. هن اسڪول ۽ مدرسي مان سوين اهڙا شاگرد پيدا ٿيا، جن تعليمي ۽ سماجي ڪمن ۾ وڏو حصو ورتو. مير غلام محمد 1932ع ۾ وفات ڪئي. تنڊي باگي جون مشهور ڍنڍون ڦوسڻا، نوابن جي ڍنڍ، بند کوهه، نهري، نئين، ڪيرو وَل، ڦراهو موڻا، ننڍو نيرو، ڏوهڻ چرو وَرَ، ڊورو نيرو، اُنڙي ۽ مڇائو آهن.

**تنڊو باگو مدرسو:** هيءُ مدرسو 1921ع ۾ خانبهادر غلام محمد خان ٽالپر شهر تنڊي باگي ۾ قائم ڪيو. مير صاحب هڪ نيڪ مرد ۽ قومي درد رکندڙ انسان هو. ڪيس لاڙ جي غريبن جو ڏاڍو احساس هو خاص ڪري مسلمانن ۾ تعليم نه ڏسي ڪيس احساس ٿيو ته چونه انگريزي اسڪول کولرائي، غريبن جي ٻارن کي انگريزي تعليم ڏياري، ڪين سڌارجي. مير صاحب، تنڊي باگي شهر جي ميمڻ محلي ۾ مرحوم محمد صديق ”مسافر“ جي اوطاق جي هڪ ڪمري ۾ 1921ع ۾ A.V ڪلاسن جو بندوبست ڪيو ۽ اسڪول جو پهريون هيڊ ماستر به محمد صديق ”مسافر“ ئي مقرر ٿيو. سال 1924ع ۾ مير صاحب، اسڪول ۽ بورڊنگ هائوس لاءِ هڪ عاليشان عمارت جوڙائي. تن ڏينهن ۾ سنڌ جو ڪمشنر لارينس صاحب هو ۽ حيدرآباد جو ڊپٽي ڪليڪٽر گبسن هو. انهن صاحبن جي نالن پٺيان اسڪول جو نالو ”لارينس مدرسو“ رکيو ويو ۽ جڏهن ته هاسٽل جو نالو ”گبسن هاسٽل“ رکيو ويو. مير صاحب غريب شاگردن لاءِ رهائش، کاڌ خوراڪ کان سواءِ ڪتابن وغيره جو به مفت بندوبست ڪيو هو. هاسٽل جي خرچ واسطي ان وقت بئنڪ ۾ اڍائي لک روپيا رکيا هئائين. جن جي منافعي مان اڄ سوڌو هاسٽل جو خرچ هلي رهيو آهي.

**تنڊو بهاول:** ضلعي ۽ تعلقي حيدرآباد ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو. جنهن جي آبادي اٽڪل 5000 آهي. هي ڳوٺ يونين ڪائونسل تنڊي حيدر جي حدن ۾ اچي ٿو. هن کي ڪتڙ ۽ هوسڙي ٻيلا ويجها آهن. جڏهن ته هي ڳوٺ هُوسڙي ٿاڻي جي حد ۾ آهي ۽ ان کي ويجهي پوليس چوڪي وِڊِ آهي. هتي مسجد اسڪول، اسپتال، واٽر سپلاءِ نظام ۽ بجلي پڻ موجود آهي. هن ڳوٺ جو رئيس حاجي فتح خان پرڳڙي هڪ اثر رسوخ وارو زميندار هو. سندس پڙ ڏاڏي فضل محمد پرڳڙيءَ جي پياءُ بهاول خان هي ڳوٺ ٽالپرن جي صاحبيءَ ۾ ٻڌايو هو. جنهن کي ڪو به اولاد نه هو. پرڳڙي، سربوال لغارين جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. جڏهن ته بهاول خان کي برطانوي حڪومت پاران مئجسٽريٽ جا اختيار مليل هئا. سندس پٽ محمد حسن به اثر وارو زميندار هو هن جو پٽ بهاول خان به نيڪ انسان هو. راڄنيتي جو ڄاڻو وضع دار ۽ نيڪ ماڻهو هو. هو نوجوانيءَ کان وٺي سماج سڌارڪ رهيو. سال 1924ع ۾ سندس سماجي خدمتن ۽ راڄوڻي حيثيت جي ڪري حيدرآباد جي ڪليڪٽر جي آفيس ۾ ڪيس ڪُرسي ڏني وئي. سال 1931ع جي آدمشماريءَ واري ڪم ۾ حصو وٺڻ جي ڪري مجتا جي سَند ڏني وئي. انهيءَ ڳوٺ جي رئيسن جو خاندان نيٺائي جي ختم ٿيو. ڪجهه سال اڳ هن ڳوٺ سان هڪ المناڪ ۽ خونريز واقعو پيش آيو. جنهن ۾ 10 غريب ڳوٺاڻا، بيدرديءَ سان هڪ فوجي آفيسر جي لالچ ۽ سازش سبب گولين جو کاڄ بڻيا هئا. (وڌيڪ ڏسو: تنڊو بهاول سانحو)

**ٽنڊو بهاول سانحو:** ضلعي ۽ تعلقي حيدرآباد جي ڳوٺ ٽنڊي بهاول سان خونريزيءَ جو هڪ جڳ مشهور سانحو ٿيو، جنهن ۾ 9 ڳوٺاڻا پورهيت ۽ مزدور شهيد ٿيا ۽ هڪ ڄڻو سخت زخمي ٿيو. انهن ۾ منٺار پٽ محمد بخش چانڊيو (عمر 22 سال)، حاجي اڪرم پٽ ڪمال چانڊيو (عمر 45 سال)، بهادر پٽ محمد بخش چانڊيو (عمر 30 سال)، ڪندو پٽ محمود خاصخيلي (عمر 38 سال)، جاويد پٽ محمود خاصخيلي (عمر 22 سال)، غلام مصطفيٰ پٽ غلام محمد بروهي (عمر 17 سال)، شفيع محمد پٽ غلام علي پرڳڙي (عمر 28 سال)، هملو پٽ ڏِجهو ڪولهي (عمر 38 سال) ۽ پرواري ڳوٺ جاڙا هيرجو هاري ڏُتي بخش پٽ صوف خان ہہر (عمر 40 سال) شهيد ٿيا، جڏهن ته


هملو ڪولهي


ڪندو خاصخيلي


جاويد خاصخيلي


بهادر خان چانڊيو


منٺار چانڊيو


حاجي اڪرم چانڊيو


ڏُتي بخش ہہر


شفيع محمد پرڳڙي


غلام مصطفيٰ بروهي

پرڳڙي خاندان جو قديم خدمت گذار محمد عثمان پٽ الهه بچايو خاصخيلي (عمر 55 سال) سخت زخمي ٿيو. 5 جون 1992ع جي هڪ شام جو قانون نافذ ڪندڙ ادارن جي هڪ ڪئپٽن ارشد جميل ڪيترين ئي فوجي ۽ سِولين گاڏين سان ڳوٺ ٽنڊي بهاول تي سج لهڻ مهل ڪاهه ڪئي، اُن وقت هاري ۽ پورهيت ٻنين، ملن ۽ ٻنن تان مزدوري ڪري پنهنجي گهرن ڏانهن موٽيا هئا، سندن ونيون، مائرون ۽ ڀينرون چُلهيون ٻاري سندن لاءِ ماني پچائي ۽ پٽ رڌي رهيون هيون ته اوچتو جاٽايل گاڏين وارا گهرن ۾ ڪاهي پيا ۽ ڏهن (10) ئي ڳوٺاڻن کي کڻي درياهه پار هئي ضلعي دادو (هاڻوڪي ضلعي ڄامشوري) ۾ کڻي ويا ۽ ڄامشوري پُل پرسان پاٽيءَ جي پمپنگ اسٽيشن لڳ ڪين منهن وارا برسٽ هڻي ماري ڇڏيائون. انهيءَ واقعي کي درست ثابت ڪرڻ لاءِ ڄامشوري ٿاڻي تي هڪ ايف آءِ آر نمبر 57/92 تاريخ 6 جون 1992ع تي سرڪار پاران U/S 307,353,148,149 (4) B-Explosive Substance Act 1958 هيٺ داخل ڪئي، جنهن ۾ شهيد ٿيل ڳوٺاڻن کي اڻ ڄاتل ماڻهو ڄاڻايو ويو جيڪي قانون نافذ ڪندڙن سان مقابلي ۾ ماريا ويا هئا.

اها ايف. آءِ. آر. ايس. ايڇ. او ملوڪ چنڙ، سب انسپيڪٽر مشتاق ۽ الهڏني جي مدعيت ۾ ڪٽرائي وئي، جنهن ۾ ڄاڻايو ويو ته اهي ماڻهو (ڳوٺاڻا) هڪ پاڙيسري ملڪ جا دهشتگرد هئا. پرڏيهي ملڪ جا هٿ آيل هٿيار به ميڊيا تان ڏيکاريا ويا، جن ۾ 36 دستي بم، 36 ڊيٽونيٽرز، 4 ڪلاشنڪوف، 12 ميگزين ڪلاشنڪوف جا، 4 گرنيڊ، 36 ڪلوگرام ڌماڪيدار مواد ۽ هڪ شارٽ گن شامل هئي. ڪئپٽن ارشد جي ان نام نهاد ڪارنامي تي ڪيس ميجر رئنڪ ۾ ترقي ڏني وئي. اهڙي ڪارنامي تي شروعات ۾ سنڌ جي دوري تي آيل وزيراعظم نواز شريف به ڪيس ساراهيو جڏهن ته خاص ڪري سنڌي پريس ۽ بي.بي.سي لنڊن هن واقعي تي شڪ ڏيکاريو ۽ سنڌ جي سياسي ۽ سماجي تنظيمن انهيءَ واقعي کي هٿ ناٽ سڏيندي، واقعي جي اڻ ڌري جاچ جو مطالبو ڪيو. ڳوٺاڻن جي سخت احتجاج کان پوءِ انهيءَ عام ڪوس جي هڪ ٻي ايف. آءِ. آر نمبر 42/92، مائي جادو پرڳڙيءَ جي پڙي جي مائٽ ۽ اٿارني درياهه خان عرف خميسي خان پرڳڙيءَ پاران هوسڙي ٿاڻي تي رات جو 10 وڳي، واقعي جي 75 ڪلاڪن کان پوءِ تاريخ 8 جون 1992ع تي داخل ڪئي وئي. انهيءَ واقعي تي گهڻين ئي سياسي ۽ سماجي تنظيمن جي اڳواڻن ٽنڊي بهاول پهچي عذر خواهي ڪئي ۽ مظلوم ڳوٺاڻن کي انصاف ڏيارڻ ۾ ساٿ ڏيڻ جو وعدو ڪيو. 15 جون 1992ع تي بينظير ڀٽو ٽنڊي بهاول پهچي شهيدن جي وارثن سان تعزيت ڪئي ۽ چيو ته، "جن جا پائر ۽ والد ماريا ويا آهن، انهن جو ڏک آءٌ ڄاڻان ٿي." 24 جون 1992ع تي چيف آف آرمي اسٽاف ۽ وزيراعظم نوازشريف، ٻنهي جي جنرل هيڊڪوارٽر ۾ ملاقات ٿي ۽ ٻنهي ٽنڊي بهاول واري واقعي جي اصل حقيقت کان دير سان آگاهه ٿيڻ تي


حاجي مُڏو خان پرڳڙي


عثمان خاصخيلي


رئيس فتح خان پرڳڙي

افسوس جو اظهار ڪيو. ڳوٺاڻن جي سخت احتجاج ۽ قانون نافذ ڪندڙ ادارن جي پنهنجي ڳجهي جاچ سبب ميجر ارشد جميل ۽ 14 ٻين سپاهين جو چيف آف آرمي اسٽاف آصف نواز جنجوعا جي حڪم تي 24 جون 1992ع تي ڪورٽ مارشل ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو. 8 جولاءِ 1992ع تي آرمي ڪورٽ ۾ ميجر ارشد جميل ۽ سندس چوڏهن (14) ساٿين تي ڪيس هليو جيڪي سمورا آرٽلري فيلڊ نمبر 86 جا ملازم هئا، جن جا نالا ۽ عُهدا هن ريت آهن: (1) ڪئپٽن ارشد جميل، (2) حوالدار محمد اقبال، (3) حوالدار محمد اڪرم، (4) حوالدار غلام محمد، (5) نائڪ رحمان دين، (6) لائنس نائڪ پرويز اختر، (7) لائنس نائڪ گل محمد، (8) نائڪ محمد رزاق، (9) لائنس نائڪ خضر حيات، (10) لائنس نائڪ فلڪ شير، (11) لائنس نائڪ نصرالله خان، (12) لائنس نائڪ شير سمند خان، (13) لائنس نائڪ محمد يونس، (14) لائنس نائڪ خالد حسين مٿن 2 جون 1992ع تي چوريءَ جي پڪ اپ ۾ پرڏيهي ملڪ جا هٿيار هٿ ڪرڻ 5 جون 1992ع تي ڳوٺاڻن کي اغوا ڪري مارڻ، هٿ ناٽ سان اهي هٿيار ڳوٺاڻن تي مڙهڻ ۽ ڄامشوري ٿاڻي تي لاش آڻڻ وارا الزام هئا. جن بابت اکين ڏٺن شاهدن جا

بيان پڻ رڪارڊ ٿيا ۽ هڪ ڳوڻاٽي زخمي عثمان خاصخيليءَ ميجر ارشد جميل کي سڃاتو تہ "اهو ماڻهو پناڻ لالي محي الدين ۽ سندس پيٽوئي غلام نبيءَ وٽ ٽنڊي بهاول ۾ ايندو رهندو هو". فيلڊ جنرل ڪورٽ مارشل جي پهرين ڪارروائي، 8 جولاءِ 1992ع تي ٿي. ڪورٽ آف انڪوائري ۾ برگيڊيئر شوڪت جي سربراهي ۾ اکين ڏٺن شاهدن پاران بيان رڪارڊ ڪرايا ويا. جن ۾ زخمي عثمان خاصخيليءَ کان سواءِ امام بخش چانڊيي، درياهہ خان پرڳڙي، سوجهي ڪولهي، هوسڙي ٿاڻي جي ايس. ايڇ. او سعيد رند ۽ پمپنگ اسٽيشن ڄامشوري جي ڊرائيور الهڏني بروهيءَ کان سواءِ ٽريفڪ پوليس جي اي. ايس. آءِ شمس الدين بيان ڏنو تہ ڪيپٽن ارشد جميل جي استعمال هيٺ ٽويوٽا هاءِ لڪس، ڊبل ڪيبن پڪ اَپ نمبر 1310 کي هُن بيگر ۾ جهليِ ڪئپٽن جي حوالي ڪيو هو، جنهن کي هڪ ڊاڪٽر هلائي رهيو هو.


لالو محي الدين

گاڏيءَ ۾ ڪاٺ جون پيٽيون هيون. هاڻ معلوم ٿيو آهي تہ اها گاڏي اصل ۾ چوريءَ جي هئي ۽ تيل ڳولڻ واري ڪمپني يونين ٽيڪساس جي ملڪيت هئي. اها گاڏي هن ميجر ارشد جميل جي حوالي ڪئي. 30 جولاءِ 1992ع تي ميجر ارشد جميل ۽ ٻين 14 فوجين تي شاهديون مڪمل ٿيون. 29 آڪٽوبر 1992ع تي فيلڊ جنرل ڪورٽ مارشل ميجر ارشد جميل کي موت جي سزا ۽ 13 فوجي اهلڪارن کي عمر قيد جي سزا جو فيصلو ٻڌايو. جڏهن تہ ٻارهون نمبر ملزم لائنس نائڪ شير سمند خان بري ٿيو. 12 نومبر 1992ع تي سينيٽ پاران ڪنهن بہ فيلڊ جنرل ڪورٽ طرفان ٻڌايل سزا واري هر فيصلي خلاف اعليٰ عدالتن ۾ اپيل جو حق ڏيڻ جو فيصلو آيو، جڏهن تہ قومي اسيمبلي اهڙي اپيل واري حق بابت فيصلو اڳ ۾ ئي ڏئي چڪي هئي. انهيءَ عرصي وچ ۾ سويلين قاتلن مان لالو غلام محي الدين جاچ دوران 11 جون 1992ع تي پوليس تحويل ۾ دل جو دورو پوڻ سبب مري ويو جڏهن تہ سندس پيٽوئو غلام نبي افغاني، افغانستان ڏانهن فرار ٿي ويو. جڏهن تہ مشتاق اعوان ۽ لالي محي الدين جو پٽ غلام نبيءَ کي سيشن ڪورٽ حيدرآباد 1995ع ۾ عمر قيد سزا ٻڌائي. اپيل ۾ هاءِ ڪورٽ ساڳي سزا بحال رکي. 2009ع ۾ اهي ملزم عمر قيد سزا ڪاٽي آزاد ٿي ويا.


مائي جندو

هن واقعي جو پس منظر ٽنڊي بهاول جي پرڳڙين جي هزارين ايڪڙن تي زرعي جاگير هئي، جنهن جا مالڪ رئيس فتح خان ۽ سندس ٻہ سوٽ حاجي مدد علي عُرف مدو خان ۽ جهان خان عرف سومر هئا. اها جاگير حيدرآباد تعلقي جي ديهہ ٻوچڪي، ٽنڊي حيدر ۾ 200 ايڪڙن ۽ ضلعي سانگهڙ جي تعلقي شهدادپور جي ديهہ شجاع جکري ۽ ديهہ رانجهو باگراڻيءَ ۾ 1600 ايڪڙ تي مشتمل ڪل جاگير 1800 ايڪڙ هئي. ان کان سواءِ حيدرآباد جي گرانڊ هوٽل ۽ لطيف آباد نمبر 6 ۾ هڪ بنگلو پڻ سندن ملڪيت هو. پرڳڙي اميرن کي ڪو بہ پٽاٽو اولاد ڪونہ هو. ان ڪري پٽاٽي اولاد لاءِ پناڻن سان رشتو ڪيو هو. هن ڳوٺ ۾ افغاني پناڻن جي اچڻ ۽ ٽنڊي بهاول جي پرڳڙين سان مائٽي ڪرڻ وارو قصو هن ريت آهي. 1960ع جي ڏهاڪي ۾ محمد جان پناڻ نالي هڪ افغاني حيدرآباد جي ٽنڊي غلام حيدر، ٽنڊي بهاول، ٽنڊي غلام محمد، بهاول زنئور، ڳوٺ جاڙا ٻہ، ڳوٺ دائود وڪي ۽ پرياسي جي ٻين ڳوٺن ۾ مٺهيارڪو ڪم ڪندو هو جو چوڙيون، لالي، لپسٽڪ، ايرينگ، واليون ۽ اهڙو ٻيو زالاڻو ڪوڙن زيورن وارو وکر وکرو ڪيو ڪندو هو ۽ رات جو ٽنڊي بهاول ۾ اچي مسجد ۾ آرامي ٿيندو هو جتي کيس رات ۽ صُبح جي ماني خيرات ۾ ملندي هئي. پرڳڙين جو وڏو سوٽ رئيس فتح خان وڏيءَ عمر جو هو ۽ هن کي رڳو ٻن نياڻين جو اولاد هو هڪ جيجي جادو ۽ ٻي جيجي سائڻ. هو ڳوٺن ۾ مسجد جوڙائڻ، کوهہ کوٽرائڻ ۽ پاڻيءَ لاءِ نلڪا لڳرائڻ واري نيڪ ڪم ۾ مشغول رهندو هو.


جيجي جادو پرڳڙي

محمد جان پناڻ هاڻي گهور ڪرڻ سان گڏ پرڳڙي رئيسن جي مال جي واڙي جي چوڪيداري پڻ ڪرڻ لڳو ۽ هن ماني ۽ رهڻ جو سک ڏسي پنهنجا ٻار ٻچا بہ افغانستان مان گهرائي ورتا هئا. هن رئيس فتح خان کي پنهنجي وڏي ڌيءَ شاهہ پريءَ جي سڱ ڏيڻ جي آڇ ڪئي تہ جيئن کيس پٽ جو اولاد ٿي سگهي پر هن پنهنجي بزرگيءَ جو عذر ڏئي انڪار ڪيو. محمد جان پناڻ پنهنجي ٻي وڏي ڌيءَ دُراني، حاجي فتح خان جي سوٽ جهان خان کي پرڻائي ڏني ۽ ٽين ڌيءَ مليزئي جو سنڌ جي هڪ پوليس عملدار مشتاق اعوان سان نڪاح ڪرايو. ان ريت سڱابندين وسيلي هن سنڌ ۾ پنهنجي حيثيت کي پختو ڪري ورتو. 27 ڊسمبر 1965ع تي رئيس فتح خان گذاري ويو ان کان پوءِ 1977ع ۾ حاجي مدو خان بہ هڪ بيواهہ مائي سميءَ کي ڇڏي بنا اولاد گذاري ويو. 12 جنوري 1985ع تي رئيس جهان خان بہ اوچتو گذاري ويو ان ئي ڏينهن حاجي فتح خان جي وڏي نياڻي جيجي سائڻ بہ گذاري وئي. ان کان پوءِ پونئيرن ۾ رئيس فتح خان جي هڪ نياڻي جيجي جادو ۽ حاجي مدو خان ۽ جهان خان جون ٻہ بيواهون جيجي سمي ۽ مائي دُراني وڃي رهيون هيون. محمد جان پناڻ جي مرڻ کان پوءِ ان جو پٽ لالا محي الدين پناڻ، پرڳڙين جي جاگير جو رکوال ٿي رهيو


جيجي سمي پرڳڙي

ڪجهه عرصي کان پوءِ مائي درانيءَ ماٽ ميٽ ۾ هڪ افغاني غلام نبيءَ سان هيو نڪاح ڪري ڇڏيو. ان کان پوءِ هنئي سالا پيٽويا ڳوٺ جون زمينون هٿ ڪرڻ ۽ ڳوناٺن خلاف سٽون سٽڻ لڳا. غلام نبي افغاني ۽ لالي محي الدين ڳجهه ڳوهه ۾ پرڳڙي بيواهن جون زمينون پنهنجي نالي ڪرائي ورتيون. 1960ع ۾ جڏهن محمد جان پٺاڻ افغانستان مان پنهنجي آڪهه کي وٺي آيو هو. ان وقت لالو محي الدين ننڍڙو هو ۽ رئيس فتح خان جي خدمتگار طور وليز جيپ جي روزانو صفائي ڪندو هو. پوءِ اڳتي هلي هُو پرڳڙي رئيسن جو ڊرائيور ٿيو ۽ پرڳڙي پنهنجي جاگير ۾ جيڏانهن به ويندا هئا. لالو ڊرائيور يا خدمتگار جي حيثيت ۾ ساڻن گڏ ٿي هوندو هو. اڳتي هلي مائي دُرانيءَ جو سڳ پرڳڙين ۾ ڏيڻ سان هن جي حيثيت وڌيڪ مستحڪم ٿي. مٿين وحشت ناڪ واقعي جي هن ڪردار پرڳڙي رئيسن جي وفات کان پوءِ سندن زميندار سنڀالڻ جو ”پاور آف اٽارني“ حاصل



ڳوناٺن جو سنڌ هاءِ ڪورٽ، حيدرآباد اڳيان مظاهرو

ڪيو ۽ انهيءَ جاگير جي آڌار تي زندگيءَ جي آسائشن سان ڀرپور زندگي گذارڻ لڳو. هن ٽي شاديون ڪيون. پهرئين زال خورشيد بيگم، ٻي زال اختر بيگم ۽ ٽين زال رابعه عرف روبي، جيڪا حيدرآباد جي مشهور ڳاڙهي بازار سان تعلق رکندڙ آهي. هوءَ ڳوٺ تي هراس پکيڙڻ لاءِ هوائي فائرنگ به ڪندي هئي ۽ ڳوٺ جي عورتن تي رعب ۽ خوف ويهارڻ لاءِ ڪين ته خاني ۾ بند ڪري، مٿن تشدد ڪندي هئي. انهن ٽنهي زالن مان ڪيس 8 پٽ ۽ 7 نياڻيون ٿيون ۽ هن سنڌ جي وڏن ۽ اثر وارن خاندانن سان مٽي مائٽي ڪري پاڻ کي سنڌ ۾ اثر رسوخ وارو ۽ مضبوط وڏيرو بڻايو. سندس ننڍو ڀاءُ شير خان حيدرآباد جي اثر واري خاندانن جي نوجوانن سان مختلف فنڪشنن ۾ گڏ گڏ نظر ايندو رهندو هو.

روينيو رڪارڊ موجب رئيس جهان خان مسمات درانيءَ کي گرانڊ هوٽل ۾ 23 فيبروري 1985ع ۾ ديهه شجاع جکري، ديهه رانجهو (شهدادپور) واري 1300 ايڪڙ زمين ۽ ديهه ٻوچڪي ٽنڊي حيدر واري 200 ايڪڙ زمين 22 اپريل 1985ع تي تحفو ڪري ڏني، جڏهن ته رئيس جهان خان 12 جنوري 1985ع تي گذاري ويو هو. اهو ڪيئن ممڪن آهي ته ڪو ماڻهو وفات جي 68 ڏينهن کان پوءِ پنهنجي زمين پنهنجي زال دُرانيءَ کي گفٽ ڪري ڏئي! ان ريت هن خوني سانحي ۾ قانون نافذ ڪندڙن سان گڏ روينيو شعبي جا عملدار به شامل هئا. انهن زمينن بابت جسٽس سجاد علي شاهه انساني حقن جي ڪيس نمبر 26k/1992 ۾ هڏٽي ڪندي ايڊووڪيٽ جنرل هاءِ ڪورٽ کي انتظاميا کي وارثن کي زمينون ڏيڻ بابت هدايتون ڏنيون. ان ريت اها زمين بعد ۾ جسٽس دراب پٽيل جي ڪوشش سان پرڳڙي خاندان جي بيواهن کي واپس ڪرڻ جو فيصلو ٿيو جن جو وارثياڻيون جيجي جادو پرڳڙي ۽ مائي سَمي پرڳڙي هيون. ان بابت 9 آگسٽ 1992ع تي سپريم ڪورٽ فيصلو ڏنو. جڏهن ته پرڳڙي عورتن پاران درياهه خان پرڳڙي ۽ غلام حسين پرڳڙي سپريم ڪورٽ ۾ پيش ٿيندا رهيا. اڄ به هنن جا ڪورٽن ڏانهن ساڳيا پنڌ آهن.

1991ع ۾ پرڳڙين جي حويلين ۾ رئيس فتح خان جي وڏي نياڻي جيجي جادو ۽ حاجي مدد علي عرف مدو خان جي بيواهه مائي سميءَ کي ڪنهن جاڻ ڏني ته توهان جي سموري جاگير مائي درانيءَ جي نالي تي چڪي آهي، ان سان صورتحال چڪتاڻ واري ٿي وئي ۽ اهي عورتون جڻ ته حويليءَ ۾ قيد ٿي ويون. ٽنڊي بهاول ۾ ڳوٺ جي ڪنهن به گهر ۾ ڪو به مهمان نه ٿي اچي سگهيو. هڪ اهڙو واقعو ٿيو، جنهن جي ڪري علائقي جا ڊنل ۽ هيسيل ماڻهو افغاني پٺاڻن جي سامهون ٿي بيٺا. ٿيو ائين جو اپريل 1992ع ۾ لالي محي الدين پرڳڙين جو پريو وٺاڻ وڪرو ڪرڻ لاءِ حيدرآباد جي مال پڙيءَ مان واپاري گهرايا. سمورو مال، مينهون، ڳئون، ٻڪريون، ٽنڊي بهاول ۽ ڳوٺ جاڙا ٻهر واري رستي تي وڪري لاءِ بيهاريو ويو. دلال هڪ هڪ وهٽ ڏسي اگهه مقرر ڪرڻ لڳو. اهو ڏينهن هو، جڏهن رئيس فتح خان جي پرديدار ۽ بزرگ نياڻي، جيجي جادو پهريون ڀيرو حويليءَ مان ٻاهر نڪري مال وڪرو ڪري ڪرڻ واري عمل جي مزاحمت ڪئي. هنن پٺاڻن کي خبر نه هئي ته سنڌي عورتون گهر جي مال کي به گهر جي ڀاتيءَ وانگر سمجهنديون آهن. اهڙي محبت جي تصديق لطيف سائينءَ هن بيت ۾ ڪئي آهي ته:

ڪانڌ مَ وڪڻ ڪُنڌيون، ڏَڻ سيوئي ڏار،
اَبريون سيريون پنهنجيون، سِيئُون سڀ سَنيار،
ٻَنُ چڏي چن پئي، وڃي ولهارن وار،
ته اچي اڳٿان ٻهار، سَرلا ڪنديون سَڏڙا.

ان مزاحمت واري وقت ٽنڊي بهاول جو مزاحمتي ڪردار مائي جندو چانڊيو اڏ تي ڪپڙا ڌوئي رهي هئي، ڪپڙا ڌوئڻ واري سوٽي ساڻ ڪري مائي جادو پرڳڙيءَ سان گڏ اچي بيٺي ۽ واپاريءَ کي سوٽيون هڻي ڀڄرائي ڪڍيائين. ان کان پوءِ افغاني لالي محي الدين جي خلاف ٽنڊي بهاول جي ڳوناٺن جي مزاحمت ڪر ڪنيو. ان ۾ تر جو هڪ وڏيرو الهرکيو گوپانگ به شريڪ ٿيو. جنهن کي لالچ هئي ته اها زمين نيٺ ڪيس ملندي. مائي درانيءَ جي مڙس غلام نبي افغانيءَ ان سڄي مزاحمت کي ختم ڪرڻ ۽ جاگير سدائين لاءِ ڦٻائڻ لاءِ آرميءَ جي ڪئپٽن ارشد جميل سان ساز باز ڪئي، جنهن سان پٺائي اسپتال ويجهو ڪپڙي وڪڻ وارن پٺاڻن جي جهڳين ۾ ساڻس ملاقات ۽ پوءِ دوستي ٿي. هن انهيءَ لطيف آباد واري علائقي مان سميرا نالي ڊاڪٽرياڻيءَ سان شادي ڪئي هئي.

ٽنڊي بهاول ۾ چڪتاڻ واري صورتحال ۾ پهرين جون 1992ع تي جيجي جادو ۽ جيجي سَمي وس وارن کي درخواست موڪلي ته هنن جي زندگين ۽ ملڪيت کي لالي محي الدين ۽ ان جي ساٿين مان سخت خطرو آهي ۽ هنن پنهنجي جاگير ۽ گهرن بابت پاور آف اٽارني درياهه خان پرڳڙي ۽ غلام حسين پرڳڙيءَ کي ڏنو آهي. ان جي رد عمل ۾ لالي محي الدين ۽

ٽنڊو بهاول سانحو

غلام نبي افغاني، ڪئپٽن ارشد جميل سان سازش ڪري 5 جون 1992ع جي رات جو ارشد جميل ٽن خاڪي گاڏين سان ڪاهه ڪري 10 ڳوٺاڻن کي ڪٽي وڃي ڄامشوري پل لڳ پمپنگ اسٽيشن تي بي رحميءَ سان قتل ڪيو.

هن قتل عام تي مائي جندو سان گڏ انصاف جي حصول واري سفر ۾ سڄي سنڌي پريس ۽ خاص طرح سان سماجي تنظيم ”سنڌي قومي ساٿ“ جي اڳواڻ فهميده قريشيءَ بنيادي ڪردار ادا ڪيو. جنهن پهريون پيرو تفصيل ۾ وڃي روينيو رڪارڊ ۾ ٽيل گهوٽن جي نشاندهي ڪئي، جنهن جي آڌار تي سموري زمين پرڳڙي خاندان جي عورتن جي حوالي ڪرڻ جو آرڊر ٿيو. ان ڏس ۾ جسٽس دوراب پٽيل، وڏو سهڪار ڪيو. بعد ۾ ڪامورا شاهيءَ جي پرڪارن، پيرن، وڏيرن ۽ ٻين مستقل مفاد قوتن جي ڪردار جي ڪري ۽ پرڳڙين خاندان ۾ اتحاد نه هئڻ ڪري، اها زمين رئيس فتح خان، سندس عزيزن ۽ اولاد جيجي جادو ۽ جيجي سميءَ بدران ٻين ڌارين جي حوالي ٿي وئي. ٽنڊي بهاول جي پورهيت ۽ هاري شهيدن جي هڪ به خاندان کي انهيءَ زمين مان هڪ ايڪڙ به نه مليو. جنهن لاءِ سندن رت وهيو هو. انهيءَ زرعي زمين جي هاڃي ۾ سنڌ جي روايتي وڏيرا شاهيءَ جو ڪردار چٽو نظر اچي ٿو. شهدادپور، ديهه شجاع جڪرو ۽ ديهه رانجهو باگراٽيءَ مان رڳو 82 ايڪڙ ۽ ديهه بوچڪيءَ مان 180 ايڪڙ زمين پرڳڙي عورتن جي نالي ٿي، اڳتي هلي وڏيرڪي سازش سبب اها زمين به هٿان نڪري وئي. ان جو قصو هن ريت آهي: 2004ع ۾ ٽنڊي غلام محمد جي وڏيري گُلي خان پرڳڙيءَ زمينن تي قبضو ڪرڻ لاءِ شاهنواز جوڻيجي جي پٽن کي آندو. ان جي مقابلي ۾ پرڳڙي بيواهن جي اٽارني غلام حسين پرڳڙي ۽ شير خان پرڳڙي، بخشل زرداريءَ کي آندو. هن انهن کان زمين لڪائي ورتي ۽ ٺلهوچيڪ ڏئي، ڪجهه ڏينهن کان پوءِ اها زمين مقاطعيدار الهه رکئي گوپانگ کي رجسٽرڊ ڪري ڏئي رمندو رهيو. جيجي جادو پرڳڙي سال 2006ع ۾ وفات ڪري وئي. آخري وارثياڻي جيجي سمي ۽ ان جو پٽيلو شير خان پرڳڙي انهيءَ ويران حويليءَ ۾ اڃ به رهن ٿا. آسپاس جي زمين تي الهرکيي گوپانگ جي مالڪي قائم آهي. هي ڳوٺ هاڻ ”نڌڙڪا گهوڙا، غيباڻا سوار“ جو چٽو مثال آهي.

اڳوڻي ميجر ارشد جميل کي مليل ’فيلڊ ڪورٽ جنرل‘ جي سزا تي عمل درآمد ڪرائڻ لاءِ ٽنڊي بهاول جي شهيدن جي وارثن قومي ساٿ جي پليٽ فارم تان احتجاج شروع ڪيو. جيڪو حيدرآباد کان وٺي ايوان صدر اسلام آباد تائين هليو. چيف آف آرمي اسٽاف پاران رحم جي اپيل رد ڪرڻ جي ڄاڻ جي ايڇ ڪيو جي ليٽر نمبر No:P/4868/168/C/PC-2 تاريخ 14 سيپٽمبر 1993 ذريعي سپرنٽينڊنٽ آف سينٽرل جيل، حيدرآباد کي ڏني وئي. اها اپيل ڪئپٽن (ر) ارشد جميل 10 ڊسمبر 1992ع تي ڪئي هئي. آرمي ايڪٽ 1952آف XXX/X ۾ ٿيل ترميمي ايڪٽ 1992 جي شق نمبر 133-B تحت اپيل جو حق نه ڏيڻ بابت جي. ايڇ. ڪيو پاران ليٽر نمبر: 482/15735/PS-1(D)، تاريخ 26 آڪٽوبر 1993ع ذريعي جيل سپرنٽينڊنٽ کي سُڌ ڏني وئي. اها اپيل 14 آڪٽوبر 1993ع تي ڪئي وئي، جيڪا ٻن هفتن ۾ رد ڪئي وئي. صدر فاروق لغاري 31 جولاءِ 1995ع تي اڳوڻي ميجر ارشد جميل جي رحم جي اپيل رد ڪئي، ان تي هوم ڊپارٽمينٽ سنڌ، ڪراچي ليٽر نمبر No: JB/13513/14، تاريخ: 1 آگسٽ 1995ع تي ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ حيدرآباد کي ڄاڻ ڏني ته ارشد جميل جا وارث 7 آگسٽ کان پهرين آخري ملاقات ڪن، ڇو ته ڪيس سينٽرل جيل حيدرآباد ۾ 4-5 وڳي جي وچ ۾ ڦاهيءَ تي چاڙهيو ويندو. ان کانپوءِ سندس ٽڪ اٽڪ مان چونڊيل ميمبر قومي اسيمبلي ملڪ لال خان 2 آگسٽ کان حيدرآباد ۾ پنهنجي لطيف آباد واري گهر تي ڪئمپ قائم ڪري قاتل ارشد جميل جي زندگي بچائڻ لاءِ رابطا شروع ڪري ڏنا. 2 آگسٽ تي قومي ساٿ ۽ ٽنڊي بهاول جي ڳوٺاڻن پاران ڦاهيءَ جي سزا تي عمل درآمد ڪرائڻ لاءِ مظاهرن جو سلسلو شروع ڪيو ويو. جنهن ۾ ٻارڙن جو وڏو انگ شريڪ ٿيندو هو. 3 آگسٽ تي ملڪ لال خان قومي ساٿ جي اڳواڻن سان ميجر ارشد جميل جي معافيءَ لاءِ رابطي لاءِ سندن قومي ساٿ جي آفيس تي پهتو. فهميده قريشي ۽ حفيظ قريشيءَ ڪيس ڪُتو جواب ڏنو. ملڪ لعل خان اهڙو بيان پاڻ ڏنو ۽ چيو ته آءُ ٻين ماڻهن سان رابطي ۾ آهيان. ملڪ لعل خان شروعات واري سياسي زندگيءَ ۾ شهيد ذوالفقار علي ڀُٽي جو ورڪر هو. هن ڪيس پيٽرول پمپن جون پرمٽون ڏنيون. هو پ.پ جو خزانچي


مقتلون جا ٻار انصاف لاءِ مظاهرو ڪندي

به بڻيو هو. ڀٽي صاحب جي شهادت کان پوءِ هو مرحوم غلام مصطفيٰ جتوئيءَ جي نيشنل پيپلز پارٽيءَ ۾ مرڪزي اڳواڻ ٿيو. آخر ۾ هو مسلم ليگ نواز گروپ ۾ شامل ٿي ايم. اين. اي بڻيو هو. 9 آگسٽ تي ٽنڊي بهاول جي ڳوٺاڻن ۽ قومي ساٿ جي اڳواڻن پريس ڪلب حيدرآباد آڏو مظاهرو ڪندي مطالبو ڪيو ته ”ٽنڊي بهاول جي شهيدن جي مک قاتل جا بليڪ وارنٽ جاري ڪيا وڃن ۽ ٻين روپوش ٿي ويل قاتلن کي گرفتار ڪيو وڃي.“ پهرين سيپٽمبر تي پريس ڪلب آڏو مائي جندو اعلان ڪيو ته صدر قاتلن جي سزا تي عمل درآمد کي روڪيو ته پاڻ کي ساڙيندا سين. ان کان پوءِ پهرين حيدرآباد ۾ هاءِ ڪورٽ جي سرڪٽ بئنچ ۾ ارشد جميل جي وڏي ڀاءُ محمد پرويز آرمي ايڪٽ 155 ۾ ٿيل ترميم (B) 133 تحت ڊبل بئنچ ۾ سزا خلاف آئيني پٽيشن نمبر 454، تاريخ 3 آگسٽ 1995ع تي داخل ڪئي هئي. ان وچ ۾ صدر فاروق احمد لغاري پاران اول آگسٽ ۽ ٻيهر سيپٽمبر 1995ع ۾ ٻه ڀيرا، هڪ هڪ مهيني لاءِ سزا تي عمل درآمد روڪرائڻ جا آرڊر جاري ڪيا ويا. هاءِ ڪورٽ سرڪٽ بئنچ حيدرآباد ۾ ميجر (ر) ارشد جميل جو وڪيل حيدرآباد جو سياسي اڳواڻ نواب مرزا هو. جيڪو پوءِ سنڌ اسيمبليءَ جو اسپيڪر به بڻيو ۽ ان جي هر شنوائيءَ تي قومي ساٿ جي اڳواڻ فهميده قريشي، مائي جندو، زيب النساءِ، صاحبزادي ٻبر،

تيجي ڪولهڻ ۽ هنن جا ننڍڙا ٻار ۽ ٻيا حمايتي هاءِ ڪورٽ آڏو احتجاج ڪندا رهيا هئا.

26 سيپٽمبر 1995ع تي ڊبل بئنچ جي ججن جسٽس راڻا ڀڳوان داس ۽ جسٽس امان الله عباسيءَ فيصلو ڏنو ته ”هاءِ ڪورٽ اهڙي سزا ۾ مداخلت جو حق نٿي رکي.“ 27 سيپٽمبر 1995ع تي ٽنڊي بهاول جي شهيدن جي وارثن مائي جندو، شير خان ڀرڳڙي، صاحبزادي ٻبر، قومي ساٿ جي اڳواڻن فهميده قريشي، حفيظ قريشيءَ ۽ ٻين ايوان صدر اسلام آباد آڏو صدر پاڪستان پاران ميجر ارشد جميل جي سزا تي عمل درآمد 30 ڏينهن لاءِ ٻه ڀيرا روڪرائڻ واري عمل خلاف مظاهرو ڪيو. اُتي مظاهري ڪي روڪڻ جو اسلام آباد ۾ بندوبست ڪيل هو. ايوانِ صدر آڏو مظاهري پهچڻ شرط ڇئن ڄڻن جي وفد کي ايوانِ صدر ۾ گهرايو ويو. جن ۾ مائي جندو، شيرخان ڀرڳڙي، مائي صاحبزادي ٻبر ۽ حفيظ قريشي شامل هئا. ايوانِ صدر جي قانون واري ڊائريڪٽر جنرل برگيڊيئر (ر) احمد جهانزيب وفد کي چيو ته ”هاڻ ڪين وڌيڪ مهلت نه ملندي، ڪئپٽن (ر) ارشد جميل جو ڀاءُ محمد پرويز ۽ ٻيا هتي اچي اسان کي ورغلائن ٿا ته سمورن مقتولن (شهيدن) جي خاندانن سان ٺاهه ٿي ويو آهي، باقي هڪ خاندان رهيو آهي.“ مائي جندو کي تمام گهڻو اطمينان ڏياريو ويو ته ”هاڻ وڌيڪ ٽائيم نه ڏنو ويندو.“ هن حيدرآباد واپس اچي 30 سيپٽمبر 1995ع تي حيدرآباد پريس کي ٻڌايو ته ڪيس يقين آهي ته انصاف ملندو ۽ 3 آڪٽوبر 1995ع تي اخبار ڪاوش لکيو ته سزا تي عمل روڪرائڻ جو مدو جيڪڏهن نه وڌايو ويو ته هفتي اندر قاتل ارشد جميل کي سزا اچي ويندي.

4 آڪٽوبر 1995ع تي ارشد جميل جي وڏي ڀاءُ محمد پرويزجي آئيني درخواست جي سپريم ڪورٽ جي جسٽس سعيد الزمان صديقيءَ ٻڌٽي ڪري سزا تي عمل درآمد روڪرائڻ لاءِ ’Stay Order‘ جاري ڪيو. ايوان صدر کان پوءِ سپريم ڪورٽ پاران مليل ’Stay Order‘ ٽنڊي بهاول جي شهيدن جي خاندانن کي تمام گهڻو مايوس ڪيو. تر جي وڏيرن الهرکيي گوپانگ کان وٺي، سنڌ جي پيرن، سيدن ۽ سياسي گادين جو دٻاءُ ٺاهه ڪرائڻ لاءِ وڌيو ته مائي جندو چوڻ شروع ڪيو ته ”ميجر (ارشد جميل) سنڌ جي راڄ جو ماڻهو نه آهي، اسان جي ٻچن جيڪر سنڌس ڪڪڙ ڪنئي هئي ته اسان مينهن ڀري ڏيون ها، پر هن اسان جا ناحق خون ڪيا آهن، خون ڪونه بخشينديس.“ ٽنڊي بهاول جي شهيدن جي وارثن کي اِن ريت وڏيرن، ڪامورن، پيرن ۽ سيدن تمام گهڻو ڪڪ ڪيو. اَکري (ضلعي ڄامشوري) جو هڪ بزرگ سيد جنهن جي مٽي مائٽي سرحد جي پلاڻن سان هئي، هو ماڻهن جي وڏي انبوهه سان گڏ ٽنڊي بهاول جي پورهيتن جي قاتلن جي عزيزن ۽ دوستن سان ڳوٺ پهتو. هنن سان تر جي وڏيري الهرکئي گوپانگ جو نوجوان پٽ به گڏ هو. شهيد غلام مصطفيٰ بروهيءَ جي وڏي ڀاءُ محمد بروهيءَ اڳتي وڌي کين چيو ته اوهان جنهن جي چوڻ تي آيا آهيو، اهو توهان سان گڏ نه آيو آهي، ان مان سمجهو ته هتان ”اوهان کي مانَ نه ملندو، بهتر آهي ته واپس هليا وڃو!“ انهيءَ زوري ٺاهه ڪرائڻ واري انبوهه مائي جندو ۽ سندس ڌيءَ زيب النساءِ کي مجرائي وڌو. ماڻهن جي چوڻ موجب ”انهيءَ وير اهي مايون ڄڻ باهه جا گولا هجن، جيڪي سوين ماڻهن تي هلان ڪري ڦرن پيا.“ ان ريت ان دور ۾ وڏيرن، پيرن، سيدن ۽ وس وارن، ٽنڊي بهاول وارن لاءِ انصاف جا ڄڻ گهٽ بند ڪري ڇڏيا. ويتر کين پنهنجن ئي منجهائي ماريو. مائي جندو جي ڌيءَ حاڪمزاديءَ جي مڙس فيروز ڀٽيءَ کين ٻڌايو ته 14 آگسٽ 1997ع تي پاڪستان جي گولڊن جوبلي جي موقعي تي حڪومت ميجر ارشد جميل جي سزاءِ موت کي عمر قيد ۾ تبديل ڪندي. اهڙين ڳالهين تي هنن مايوس ٿي احتجاج لاءِ انتهائي قدم کڻڻ جو فيصلو ڪيو. شهيدن جي وارثن مان مائي جندو چانڊيو جي ڌيءَ حاڪمزاديءَ ۽ ٻين 4 سالن جي انتظار بعد 14 آگسٽ 1996ع تي پاڻ ساڙڻ جو اعلان ڪيو. حيدرآباد انتظاميا ڊپٽي ڪمشنر زاهد سعيد ۽ ٻين ٽنڊي بهاول پهچي کين انصاف جو يقين ڏياريو. هنن سيپٽمبر 1996ع ۾ اهڙو اعلان ٻيهر ڪيو ۽ نيٺ 11 سيپٽمبر 1996ع تي هنن حيدرآباد جي جي. او. آر ڪالونيءَ ۾ واقع هڪ دهشتگردي ٽوڙ ڪورٽ آڏو پاڻ کي باهه ڏئي ساڙيو. ان حادثي ۾ مائي جندو چانڊيو بچي وئي، ڪيس 11 سيپٽمبر 1996 تي سول اسپتال حيدرآباد جي پرائيويٽ وارڊ


مائي حاڪم زادي ۽ زيب النساءِ پاڻ کي باهه ڏيندي

نمبر 10 ۾ داخل ڪيو ويو. فهميده قريشيءَ کي 21 سيپٽمبر 1996ع تي سندس وحدت ڪالونيءَ واري گهر مان گرفتار ڪري بلديه ٿاڻي/ سي. آءِ سينٽر تي رکيو ويو. 26 ۽ 27 سيپٽمبر تي سندس آفيس ”قومي ساٿ ويلفيئر سينٽر“ کي بلڊوز ڪيو ويو ۽ لکپڙهه وارو سمورو رڪارڊ ضبط ڪيو ويو. 5 آڪٽوبر تي مائي جندو ۽ فهميده قريشيءَ کي جي. او. آر ڪالوني ٿاڻي ۾ داخل هڪ ايف. آءِ آر نمبر 42/96 جي آڌار تي، حيدرآباد جي ٿرڊ ايڪسٽرا جوائنٽ سول جج عبداللطيف جي عدالت مان جوڊيشنل رمانڊ تي سينٽرل جيل ڪراچي جي پر ۾ نيو ’جيونائيل جيل‘ اماڻيو ويو. جڏهن ته مائي جندو جي اڪيلي پٽ ممتاز چانڊيي، ڏوهٽي سجاد چانڊيي ۽ حاڪم زاديءَ جي گهر واري فيروز ڀٽيءَ ۽ ان جي دوست حيدر ڪڇيءَ کي نارا جيل اماڻيو ويو. ان وچ ۾ فهميده قريشيءَ کي مظلومن جو ساٿ ڏيڻ تي سندس مگيندي ظهور احمد ڪيمتيي، ڀاءُ عبدالاحد قريشي، ۽ قومي ساٿ جي ورڪرن ابراهيم دل، مير احمد يار خان، فيروز جان محمد ڀٽي ۽ حمايتي اعجاز مولائيءَ کي حيدرآباد جي ڪينٽ ٿاڻي، جي. او. آر ٿاڻي ۽ مڪي شاهه ٿاڻي تي دهشتگرديءَ جي مختلف ڪيسن ۾ گرفتار ڪرڻ بعد چالان ڪري نارا جيل اماڻيو ويو. ٽنڊي بهاول واري انهيءَ ڪيس ۾ فهميده قريشيءَ جا 13 عزيز ۽ 250 کن هاري ڪارڪن گرفتار ڪيا ويا. انهن مان 7 ڄڻن کي دهشتگرديءَ جي ڪيسن ۾ ۽ گهڻن کي 144 جي ڀڃڪڙي ڪرڻ جي ڪيسن ۾ جيل اماڻيو ويو. جڏهن ته مائي جندو جون ٻه ڌيئرون حاڪم زادي ۽ زيب النساءِ ڪجهه ڏينهن بعد بحريه جي اسپتال- پي. اين. شفا

۾ 20 ۽ 21 تاريخ تي وفات ڪري ويون. 6 آڪٽوبر تي سپريم ڪورٽ جي ڏه رڪني بئنچ Stay Order ڏيڻ ڪانپوءِ هڪ سال جي ڊگهي عرصي بعد ٻڌڻي ڪري ميجر (ر) ارشد جميل جي فيلڊ جنرل ڪورٽ مارشل پاران مليل سزا برقرار رکڻ جو فيصلو ڏنو. انهيءَ بئنچ ۾ جسٽس سعيد الزمان صديقي ۽ جسٽس ضياءَ محمود صديقي هئا. ارشد جميل جو وڪيل ايم. بلاول هو. ايڊوڪيٽ جنرل قاضي جميل دليل ڏيندي چيو ته آئين جي آرٽيڪل 199 جي سيڪشن 3 ۽ 5 تحت ڪورٽ جو اختيار ناهي ته اها آرمي ٽريبونل جي فيصلن خلاف اپيل واري درخواست جي ٻڌڻي ڪري، ان ڪري آرمي ايڪٽ هيٺ هن فيصلي کي چئلينج نٿو ڪري سگهجي.

ارشد جميل جي وڪيل ايم. بلاول پريس وارن سان ڳالهائيندي چيو ته ”ٻن عورتن (حاڪمزادي ۽ زيب النساءِ) پاران پاڻ کي باهه ڏيڻ واري واقعي کان پوءِ معاملو آسمان تي پهچي چڪو هو“ 28 آڪٽوبر 1996ع تي حيدرآباد سينٽرل جيل ۾ اڳوڻي آرمي آفيسر ميجر ارشد جميل کي ٽنڊي بهاول جي شهيدن جي ڪجهه وارثن جي سامهون ڦاهي ڏني وئي. هن جا پيئر ۽ عزيز لاش کڻي ڪراچي ايئر پورٽ روانا ٿيا، حيدرآباد جي صحافين سپر هاءِ وي، ڄامشوري لڳ سندس ايمبولينس روڪي لاش جا فوٽو ڪڍيا، جنهن تي ارشد جميل جي عزيزن صحافين سان ڏند چڪ ڏنا. ان ريت سندس مائٽ لاش پي. آءِ اي جي اُڏام پي. ڪي. 364 ذريعي اسلام آباد کڻائي ويا، جتي ضلعي ڪيمل پُور ويجهو ڳوٺ ”پنڊي گهيپ“ ۾ ڪيس دفن ڪيو ويو. ان عرصي دوران مائي جندو چانڊيو ۽ فهميده قريشي نيو جيونائيل جيل ڪراچيءَ ۾ قيد هيون. صبح جو مائي جندو نند مان اُٿي، قاتل کي ڦاهي اچڻ جي پڪ ڪري ٻين قيدياڻين ڏانهن وئي، هن اُتي منشيات ڪيس ۾ گرفتار مڪراڻي ۽ ٻين عورتن کان ميڪ اپ جو سامان گهريو. لپ اسٽڪ ۽ پائوڊر لڳائي. هُن عورتن جي ميڙ ۾ اُتي ناچ ڪرڻ لاءِ اچا هٿ مس لوڏيو ته اوچتو بيهوش ٿي ڪري پئي. جيل ۾ عورتن جو گوڙ ٿي ويو. هو ڪنڊ کان پوءِ ٻه هارائجي وئي هئي. هن جي اکڻ تي پهرئين 3 ڪنون ۽ هاڻ 5 ڪنون خالي هيون. هن کي هوش آيو ته سيني کان پڇيائين: ”حاڪمزادي ۽ زيب النساءِ ته ٺيڪ آهن؟“ پوءِ پاڻهي چوڻ لڳي ته ”منهنجيون ڌيئرون الله جو نالو وٺي باهه ۾ گهڙيون آهن. الله ڪين پار اُڪاريندو!“ مٿس پنهنجي ٻن ڌيئرن کي خودسوزيءَ لاءِ اُڀارڻ جو هڪ ڪيس پڻ داخل ڪيو ويو. 5 نومبر تي صدر فاروق احمد لغاريءَ پاران پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جي حڪومت ختم ڪرڻ کان پوءِ هنن جون ضمانتون منظور ٿيون. فهميده قريشيءَ جي گهر ٻاهران 5 مهينن تائين بڪتربند گاڏيءَ جي چوڪي قائم ڪئي وئي. حاڪمزادي ۽ زيب النساءِ پاران انصاف لاءِ پاڻ ساڙڻ واري عمل تي انصاف جا سمورا ايوان لڏي ويا. انهيءَ دور ۾ 21 سيپٽمبر 1996ع تي مير مرتضيٰ ڀٽو پنهنجي 7 ساٿين سان گڏ 70- ڪلفٽن آڏو پوليس فائرنگ ۾ شهيد ٿي ويو. انهن واقعن عوامي حڪومت کي ڪمزور ڪري ڇڏيو. پارٽي جي ئي صدر پاران عوامي حڪومت جي انت کان پوءِ ٽنڊي بهاول جي متاثر خاندانن ۽ قومي سات جي اڳواڻن ۽ حمايتين جون ڪورٽن مان ضمانتون ٿيڻ شروع ٿيون. 7 نومبر تي مائي جندو ۽ فهميده قريشيءَ کي سينٽرل جيل ڪراچيءَ مان آزاد ڪيو ويو. جيل جي گيٽ تان فهميده قريشيءَ کي ٻيهر هڪ ٻئي ڪيس نمبر 22/96 تحت گرفتار ڪري نظربند ڪيو ويو. هفتي کن کان پوءِ ڪيس ضمانت تي آزاد ڪيو ويو. مائي جندو جي اڪيلي پٽ ممتاز چانڊيي ۽ ڏوهٽي سجاد چانڊيي جي ضمانت آئيني مونجهارن سبب دير سان اٽڪل 11 مهينن کان پوءِ ٿي ۽ ساڍن ٽن سالن کان پوءِ اهو ڪوڙو ڪيس ختم ٿيو. 29 جُولاءِ 2000ع تي سڪسٿ ايڊيشنل سيشن جج حيدرآباد جي ڪورٽ مائي جندو، فهميده قريشي ۽ ٻين کي خودسوزيءَ لاءِ اُڪسائڻ واري هن ڪيس مان باعزت طور بري ڪيو.

حڪومت 1992ع جي ٽنڊي بهاول جي شهيدن ۽ هڪ زخمي کي 24-24 ايڪڙ زمين ۽ 3-3 لک رپيا امداد ڏني هئي، اها زمين ضلعي ٺٽي جي جاتي تعلقي جي ديهه دونهين ۾ ڏني وئي، جتي پاڻي موجود نه هو ۽ اها زمين سمنڊ ويجهو ۽ سونامي جي خطري هيٺ هئي. 1995ع ۾ جيڪو سامونڊي طوفان آيو ان ۾ جيڪي ماڻهو وڌ کان وڌ متاثر ٿيا، سي انهيءَ علائقي جا هئا.



شهيدن جي مزار تي وارث حاضري ڏيندي

شهيدن جي وارثن ان لاءِ جاکوڙ شروع ڪئي. هاءِ ڪورٽ ۾ هڪ آئيني پٽيشن نمبر: 438/06 شهيد ڏٽي بخش ٻھر جي بيوهه مائي صاحبزاديءَ داخل ڪئي. ٻئي طرف مائي جندو احتجاج وارو رستو اختيار ڪيو. اهڙي جدوجهد جي نتيجي ۾ حڪومت 9 شهيدن جي وارثن ۽ هڪ زخميءَ کي 5-5 لک رپيا ۽ مائي جندو جي ٻن پٽن منٺار، بهادر ۽ نائي حاجي اڪرم ۽ ٻن نياڻين حاڪم زادي ۽ زيب النساءِ جي ناحق خون عيوض مالي سهائتا لاءِ 10-10 لک رپيا امداد ڏني. زمين بدران اها مالي سهائتا ڏيارڻ ۾ اردو اديب جميل جالبيءَ جي لائق فرزند ۽ اڳوڻي ڊسٽرڪٽ ڪوآرڊينيشن آفيسر ڄام شورو، خاور جميل جو وڏو هٿ هو. جنهن ڪامورا شاهيءَ کي اهو سمجهايو ته ”امداد ايتري ڏيو جو هي ڊڪل ۽ ماريل ماڻهو ڪي سال مالي مسئلن جو شڪار نه رهن!“ اڄ به ٽنڊو بهاول انهيءَ ڏک ۾ سوڳوار آهي. ٽنڊي بهاول جا سمورا شهيد هملي ڪولهيءَ سوڌو سمورن راڄن جي حمايتين سان گڏ ٽنڊي بهاول جي قبرستان ۾ آرامي آهن. اهو منظر شاهه عنايت جهوڪ ڏٽيءَ جي درگاهه جهڙو آهي، جتي سڀ انسان بنا ڪنهن متڀيد ۽ عقيدي جي فرق جي گڏوگڏ ۽ هڪ ٻئي جي پرڀرو ابدي آرامي آهن.

هن سانحي بعد حق ۽ انصاف لاءِ جاکوڙ ۾ عورتن جو ڪردار سڀ کان اُتم رهيو. جاويد خاصخيليءَ جي بيوهه ريحانه ٺيڪ ٻن سالن کان پوءِ 5 جون 1994ع تي مڙس جي شهادت جي صدمي ۽ وڇوڙي سبب پسٽل سان لونڊڙيءَ تي گولي هڻي پنهنجو انت آندو. هن پنهنجي زندگيءَ جو ڏيئو اُجهائڻ کان پهرين پنهنجي وهانءَ جي فلم پڻ ڏني. شهيد منٺار چانڊيي ۽ شهيد بهادر چانڊيي جي ٻن ڀينرن حاڪم زادي ۽ زيب النساءِ پاڻ کي

ساڙي جان فدا ڪئي. 34 ٻار يتيم ٿيا، 10 خاندان برباد ٿيا ۽ سنڌ جي روايتي قبيلائي سماج جي ڪيترين ئي ڪڏين ڳالهين جي ڪري ڪيترا مسئلا پيدا ٿيا. انصاف لاءِ مائي جندو چانڊيو، مائي صاحبزادي ٻهر، مائي تيجي ڪولهڻ، فهميده قريشي ۽ ٻين عورتن 18 سالن تائين جاکوڙ ڪئي. مائي جندو اڃ تائين جدوجهد ڪري، مظلومن لاءِ هڪ مثال بڻجي ويئي. اجا انصاف جو ڪجهه حصو باقي آهي، جنهن لاءِ ڳوٺ ٽنڊي ٻهاول وارن جي جاکوڙ جاري آهي.

**ٽنڊو ڀورا:** ٽنڊو ڀورا، سکر ويجهو درياهه ڪناري تي اڏيل روهڙي شهر جي اولهه واري طرف کان درياهه جي ڪپ تي ئي واقع آهي. جتي ڀورا ذات جا ماڻهو رهائش پذير آهن. هتان جا رهواسي هن کي "ٽنڊو ڀوراهه" به اچارين ٿا.

**ٽنڊو نوڙهو:** نواب محمد خان نوڙهو، نواب فتح خان جو فرزند هو. هي مير مراد علي خان جي خاص اميرن مان هڪ هو ۽ هميشه بهادر خان کوکر سان گڏ مير صاحب وٽ دربار ۾ حاضر رهندو هو. تنهن کان سواءِ هو مير صاحب جي خانگي ڪمن جو مختارڪار هو. ٽنڊو نوڙهو سندس نالي تي پيل آهي. "تاريخ تازه نواي معارڪ" جو مصنف لکي ٿو ته، "محمد خان نوڙهي جي چال سان ٽالپرن جو پاسو هلڪو ٿي پيو. محمد خان نوڙهو انگريزن سان معاهدو ڪري مير شير محمد خان جي فوج ۾ شامل ٿيو ۽ جڏهن دٻي جي جنگ پوري عروج تي آئي، تڏهن اچانڪ محمد خان وڃهه وٺي مير شير محمد جي بارودخاني ۾ باهه لڳائي، جنهن کان پوءِ اهو پاڻ، خان محمد ۽ غلام محمد لغاري قليلي واهه جي تري مان پڇي نڪري ويا ۽ مير شير محمد پنهنجن جي غداريءَ سبب دٻي جي جنگ هارائي ويو. ٽنڊي نوڙهي ۾ نواب محمد خان نوڙهو ته آباد نه ٿي سگهيو، پر ان کي هيهر آباد ڪرڻ وارو ميرن جو وفادار مرزا خسرو بيت (مرزا قليچ بيگ جو نانو) هو. اڄ به ٽنڊي نوڙهي ۾ مرزا خسرو بيگ جو اولاد ۽ مرزا قليچ بيگ جو اولاد آباد آهي. ٽنڊي نوڙهي ۾ مرزا خسرو جي نگرانيءَ ۾ ٽالپرن جي ديرن پڻ ڪجهه عرصو رهائش اختيار ڪئي. ٽنڊي نوڙهي مان نڪري نواب محمد خان نوڙهي وجي فقير جي پڙ واري چاڙهيءَ تي رهائش اختيار ڪئي، جنهن کان پوءِ اها چاڙهي "نوڙهي چاڙهي" جي نالي سان مشهور ٿي.

ماستر شجان سانوڻائي پنهنجي ڪتاب "گنج" ۾ لکي ٿو ته، "نوڙهن جو ڏاڏو جام جيئندو هو ۽ تاجپور جا لغاري نواب ۽ نوڙها پاڻ ۾ مائٽ هئا. نواب محمد خان جي چاچي خير محمد خان ۽ نواب ولي محمد خان لغاريءَ جون مائرون پاڻ ۾ ڀينرون هيون. ان کان سواءِ جام جيئندي جي ڏهٽي، لغارين جي ڏاڏي جام منگهن جي گهرواري هئي. نواب محمد خان نوڙهي جي سؤٽ نواب دوست علي جي گهرواري نواب ولي محمد خان لغاريءَ جي نياڻي هئي. نواب محمد خان نوڙهو الله بخش خان جو پٽ هو انهن ٻنهي گهراڻي جا فرد تاجپور ۾ آباد آهن."

**ٽنڊو جان محمد:** ضلعي ميرپورخاص جو هڪ شهر. هن شهر جو نالو شهر جي باني مير جان محمد خان ٽالپر جي نالي پٺيان، ٽنڊو جان محمد رکيل آهي. هي شهر ميرپورخاص کان 46 ميلن جي مفاصلي تي ڏکڻ طرف آهي. هتي چانورن چڙهڻ، اٽي پيهڻ ۽ ڪپهه ٽاڻڻ جا ڪارخانا آهن. هتي تعليمي ادارن ۾ گورنمينٽ ڊگري ڪاليج ۽ هاءِ اسڪول قابل ذڪر آهن، جيڪي مير خدا بخش خان ٽالپر جي جدوجهد ۽ قربانيءَ جا روشن يادگار آهن. هتان جي آبادي ويهه هزارن کان مٿي آهي. هتي جو استاد غلام محمد خان ٽالپر ناميارو تعليم دان ۽ اديب آهي.

**ٽنڊوجام:** هيءَ شهر ارغونن جي دور ۾، نصرپور واري ڊوري جي ڪپ تي، جام هالي ٻڌايو هو. جڏهن درياهه ڪنياڻن وٽان وهندو هو. هن کي ڀهريائين "جام هالي جو ٽنڊو" سڏيندا هئا. هي حيدرآباد کان 10 ميلن جي فاصلي تي آهي ۽ ميرپورخاص روڊ لڳ ريلوي لائين تي آهي. هتي ائٽمي توانائيءَ جو مرڪز آهي. جڏهن ته زرعي يونيورسٽي، زرعي انجنيئرنگ ورڪشاپ، سينٽرل وٽرنري ڊائيگناسٽڪ ليبارٽري، ڊرپ ڪئمپس، زرعي تحقيقي، رورل هيلٿ سينٽر، نئشنل چيئريٽي اسپتال، ڪپڙي جي مل ۽ لوڪل گورنمينٽ انسٽيٽيوٽ پڻ آهن. هتي اٽي پيهڻ، ڪپهه ٽاڻڻ ۽ زرعي سامان ناهڻ جا ڪارخانا آهن. هن شهر جي رونق ۽ آباديءَ ۾ تيزيءَ سان اضافو ٿي رهيو آهي. علمي ادبي حوالي سان پڻ هيءَ شهر حيدرآباد ضلعي جو اهم شهر آهي. ناميارو هاري اڳواڻ ۽ اديب ڪامريڊ مير محمد ٽالپر هن شهر جو آهي. سندس استاد جنهن کي هن سنڌ جو بهترين استاد لکيو آهي، سائين محمد يعقوب "نياز" ميمڻ پڻ هتان جو هو. جنهن ٽنڊي جام ۾ نياڻين جي تعليم جو پايو وڌو. سندس اولاد مان سراج ميمڻ ۽ ڊاڪٽر فهميده حسين سنڌ جا ناليوارا ليکڪ ۽ دانشور آهن. ٻارن جو مشهور ليکڪ اسرار شام به هتان جو آهي. علمي ادبي لحاظ کان پڻ هي شهر منفرد حيثيت رکي ٿو. هن وقت هتان ٻارڻ جا چار ماهوار رسالا نڪري رهيا آهن، جن ۾ ماهوار "گلڙا" ۽ ماهوار "روشن دنيا" قابل ذڪر آهن. هتي ڇوڪرين ۽ ڇوڪرن لاءِ جدا جدا پرائمري ۽ هاءِ اسڪول موجود آهن. ان کان سواءِ ٻيون ڪيتريون ئي ادبي، سماجي تنظيمون ڪم ڪري رهيون آهن. ناميارو اديب ۽ ٽنڊي جام ڪاليج جو اڳوڻو پرنسپال ڊاڪٽر گل حسن لغاري پڻ هن شهر جو رهاڪو هو. پير امجد شاهه جيلاني، سيد علي نواز شاهه ۽ عبدالستار ٻجاڻي، وقت بوقت هتان قومي ۽ صوبائي اسيمبلين جا ميمبر چونڊبا رهيا آهن.

**ٽنڊوچاڳاٽي:** ٽنڊو چاڳاٽي ضلعي نئين ۾ ميرپور بٺورو- سجاول روڊ تي واقع آهي، جيڪو چرنياٽي بس اسٽاپ کان اتر طرف چئن ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي آهي، جتي هينئر گهٽي پاڳي لغاري ذات جا ماڻهو آباد آهن.

**ٽنڊو حافظ شاهه:** ٽنڊو حافظ شاهه ضلعي نئين ۾ جهرڪ شهر جي ويجهو واقع آهي. مولانا علي محمد مهيريءَ جهڙو برگزيدو عالم پڻ هتان جي ناميارو عالم مولانا محمد سليمان هنويءَ وٽ "ٽنڊي حافظ شاهه" ۾ پڙهيو. هن علائقي جي هڪ خصوصيت اها به آهي ته هتي تيل جو وڏو ذخيرو موجود آهي. ٽنڊو حافظ شاهه ۽ ان جي پرواري علائقي کي "سال" پڻ سڏيو ويجي ٿو.

**ٽنڊو حيدر:** ٽنڊو حيدر، حيدرآباد جي ڇينل واهه کان 6-5 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي اوير طرف شيخ پرڪيي روڊ تي واقع آهي. هيءَ وسندي حيدر خان پرڳڙيءَ اڏائي هئي. حيدر خان پرڳڙي، ٽالپرن جي حڪومتي دور ۾ حيدرآباد جو مختيارڪار هو ۽ سندس ئي نالي پويان هن علائقي جو نالو "ٽنڊو حيدر" پيو. جيڪو هينئر تائين سڏجندو پيو اچي.

**ٽنڊو رحيم خان:** ٽنڊو رحيم خان سنڌ جي سرحد تي هڪ ڳوٺ ۽ تعلقي جوهيءَ، ضلعي دادوءَ ۾ پوليس جو هڪ اهم ٿاڻو آهي. هن ٿاڻي جي اهميت ان ڪري به آهي، جو هيءَ ٿاڻو بلوچستان صوبي جي 'ساروٽا ماتريءَ' واري ضلعي "جهالاوان" جي مکيه رستي تي آهي. هن ڳوٺ جي پر ۾ به پراڻا ماڳ آهن، جيڪي انگائي نئن جي ڪڙ تي، غازي شاهه کان هڪ ميل اتر ڊِس تي آهن. ڳوٺ کان ڏکڻ اوير طرف هڪ دڙو آهي، جنهن جي اوچائي 10 فوٽ آهي.

ان جي هڪ حصي تي مسلمانن جون قبرون آهن. باقي بچيل جاءِ، چٽيل ٺڪرين ۽ پٿرن سان ڇڻڪمري لڳي پئي آهي. هي دڙو غازي شاھ کان ٽنڊي رحيم خان ويندڙ رستي تي موجود آهي. هن ماڳ جي کوٽائيءَ مان پٿرن مان ٺاهيل پٽين جا ٽڪرا، ٽوٽا، چٽيل ٺڪريون، پٿرن جي اوزارن جا پاساڙا، مٽيءَ جون پڳل چوڙيون، پٿر جو وڏو ڇلو ٺڪر جو پڳل ٽانءُ، جنهن جي اوچائي 13 انچ آهي، مليا آهن. ٽنڊي رحيم خان جا ٽانوَ ڇاڻل سڄاڻل ۽ رنگي ورن سان آهن، جن جا پاسا سڌا آهن؛ رنگ ڦڪو اٿن. مٿن هلڪي ڳاڙهي يا پوري رنگ جو پٽو، مٿان ڪاري يا ميڻائين رنگ جي ڇٽسالي ٿيل آهي، ڪيترن ٿانون تان اهو رنگ لهي ويو آهي. چٽ جو نمونو اهو آهي، جيڪو بين هنڌن تي ۽ ڏسڻ ۾ اچي ٿو جيئن: ليڪن سان هار جي طرز، جافريءَ جي جاريءَ سان يا رنگ سان پريل ڏيڏريون، چوڪڙيون، ڪونجون يا ڪرنگهيون، پريل چيڙيون، جن جون ڪنڊون هيٺ جهڪيل آهن ۽ ماڪوڙا يا نانگ وَرَ ليڪون وغيره. سڀ کان دلچسپ هڪ گهڻ ليڪي مانڊائي چٽ آهي، جنهن جي وچ تي ڇلو آهي. هن قسم جو وارن وارو چٽ بلوچستان جي ماڳن تان عام جام مليو آهي، پر ڳاڙهي مٿان ڪاري ڇٽساليءَ واري ٿانوَ تي اهڙو چٽ غازي شاھ جي بلڪل هيٺئين تھ مان لڌو آهي. اهر ڳالھ اِها آهي تہ هتان سنڌوسڀيتا سان لاڳاپيل ٺڪر جو هڪ بہ ٿانءُ ڪونہ لڌو ۽ نہ وري ڪا اهڙي شيءِ لڌي آهي، جنهن جو موهن جي دڙي جي ثقافت سان واسطو هجي.

**ٽنڊو سائينداد:** هيءُ ڳوٺ ضلعي ۽ تعلقي ٽنڊي محمد خان جي ديهہ ”سيرڪي“ ۾ آباد آهي، جيڪو ٽنڊي محمد خان شهر کان 3 ميلن جي مفاصلي تي آهي. هن ڳوٺ کي 60- 1850ع ڌاري پير عبدالستار جان سرهنديءَ پنهنجي مريدن جي گهڻي اصرار تي آباد ڪيو. 1800ع ڌاري پير عبدالستار جان سرهنديءَ جا وڏا قنڌار کان لڏي اچي ٽڪڙ ۾ رهيا هئا. هن ڳوٺ ۾ سرهندي پيرن مان گهڻائي طبيب، شاعر ۽ عالم پيدا ٿيا.

**ٽنڊو شاھ:** تعلقي ڪوٽ ڏجيءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو جنهن ۾ ٽنڊو شاھ، پريا وليچ، سونيا، ڳوٺ پريا ۽ بنگلو جا ڳوٺ شامل آهن.

**ٽنڊو شهبازي:** هيءُ ٽنڊو سيوهڻ شريف کي ويجهو آهي. هن لاءِ مشهور آهي تہ هي وسندي شهبازي سيال (جت) ٽالپرن جي دؤر حڪومت ۾ آباد ڪرائي. شهبازي جو تعلق ٽالپرن جي (جتن) سان هو جيئن ”مير جت“ ٽالپرن جا جت هئا.

**ٽنڊو شير محمد:** ٽنڊو شير محمد هن وقت ميرپورخاص جو هڪ پاڙو بڻجي ويو آهي. جنهن کي هن وقت ”مير شير محمد ٽالپر جو پاڙو“ ڪري سڏيو وڃي ٿو. هن ٽنڊي جو بنياد مير شير محمد ٽالپر 54-1853ع ۾ رکيو. انگريزن سنڌ تي قبضي بعد حيدرآباد پڪو قلعو پنهنجي قبضي ۾ وٺي ڇڏيو هو. وري بہ مير شير محمد کي قلعي ۾ سندس ئي رهائشگاھ ۾ رهڻ جي اجازت ڏني وئي پر هن ان ڳالھ کي عيب ۽ گهٽتائي سمجهندي پراڻي ميرپور ويجهو پنهنجي نالي سان هن ٽنڊي جو بنياد رکيو ۽ پاڻ بہ اتي ئي رهي پيو.

**ٽنڊو طيب:** ٽنڊو طيب حيدرآباد شهر جي ايرندي پاسي ۾ الهداد چنڊ جي ڳوٺ جي ويجهو آباد آهي. ميان محمد طيب، مير محمد نصير خان ٽالپر جو خدمتگار هو. هن جي پيءُ جو نالو حاجي احمد خدمتگار هو ۽ اهو مير فتح علي خان ٽالپر جي خاص خدمتگارن مان هڪ هو. مير فتح علي خان هن کي حيدرآباد جو قلعو فتح حاصل ڪرڻ لاءِ موڪليو هو. طيب خدمتگار مياڻيءَ جي جنگ ۾ شامل هو. هن وقت هتي چڱي خاصي آبادي آهي، جنهن ۾ گهڻائي شيدين جي آهي.

**ٽنڊو علي محمد:** هلندڙ وقت ۾ ٽنڊي جام ويجهو ريلوي لائين جي اتر پاسي جيڪو ”ٽالپور ڳوٺ“ سڏجي ٿو اهو دراصل ٽنڊو علي محمد آهي. توڙي جو سرڪاري رڪارڊ ۾ بہ هيئنر هن وسنديءَ جو نالو ساڳيو نہ رهيو آهي. پر ڪن جهونن ٽالپرن (ميرن) جي روايتن موجب سُڌ پوي ٿي تہ هيءُ علائقو علي محمد ٽالپر جي نالي پويان ئي آباد ٿيو ۽ گهڻو وقت اڳ ۾ ٽنڊي علي محمد جي نالي سان سڏجڻ ۾ ايندو هو.

**ٽنڊو غلام حيدر:** هيءُ ڳوٺ/ شهر ضلعي بدين جي تعلقي ماتليءَ ۾، شهر ماتليءَ کان تقريباً ڏھ ڪلوميٽر ڪن مفاصلي تي آهي. هي هڪ قديم شهر آهي، جنهن جي ويجهو ’جوڻ‘ ۽ ’فتح باغ‘ جي قديم شهرن جا آثار آهن. هي شهر، چانورن ۽ گيھ جي واپار کان مشهور آهي. مولانا نورمحمد نظامائي، ٽنڊي غلام حيدر مان ”طيراً ابابيل“ ۽ ”نورالسلام“ نالي اخبارون پڻ ڪڍيون. انهن اخبارن ۽ رسالن جي جاري ٿيڻ ڪري، سنڌي صحافت ۽ ادب کي ڪافي اوج ملي.

هن نالي سان ضلعي ۽ تعلقي ٽنڊي محمد خان ۾ هڪ ديهہ پڻ آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ٽنڊو غلام حيدر، لقمان، ميان سليمان دل، احمد سومرو، گل نظامائي، نواب جي اوطاق، ويشو پٽيل ڪولهي، ڦوٽو پٽيل ميگهواڙ ۽ محرم لغاري.

**ٽنڊو غلام علي:** ضلعي بدين جو هڪ شهر، جيڪو روڊن ذريعي ماتليءَ، بدين، ٽنڊي محمد خان ۽ گلاب لغاري ڳوٺ سان ڳنڍيل آهي. هن شهر کي مير غلام علي مالڪاڻيءَ، ارڙهين صدي عيسويءَ ۾ آباد ڪيو. مير بنده علي خان ٽالپر جي ڪاٽن مل، هتان جو سڀ کان وڏو صنعتي ادارو آهي. شهر جو انتظام ٽائون ڪميٽي هلائيندي آهي. هي شهر واپاري لحاظ کان وڌندڙ شهر آهي. سنڌ جو سابق وزيراعليٰ مير بنده علي خان هن شهر جو رهاڪو هو. جنهن جي دور ۾ سنڌ ۾ جاگيرداري ائڪٽ جو بل پاس ٿيو. هن بل جي نفاذ سان خود مير بنده علي خان جي هزارين ايڪڙ زمين سرڪار پنهنجي قبضي ۾ ورتي هئي.

**ٽنڊو فتح:** هيءُ ٽنڊو ”ٽنڊو فتح“ جي نالي سان روهڙيءَ ويجهو درياھ ڪناري پرسان هڪ ديهہ تي مبني علائقو آهي. جنهن تي فتح محمد غوريءَ جي نالي پويان اهو نالو پيو. فتح محمد غوري ٽالپر گهراڻي جي حڪمران مير علي مراد خان جو ملازم هو ۽ سندس ئي نالي پويان هن ديهہ تي اهو نالو پيل آهي.

**ٽنڊو فضل:** ضلعي ۽ تعلقي حيدرآباد ۾ هڪ ديهہ جو نالو، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ٽنڊو فضل، پنهور، حاجي عبدالله رند، حاجي خان رند، حاجي بيگ رند، سونو عالماڻي، امام بخش عالماني، علي خان، عباس علي عالماڻي، حاجي مصري رند ۽ ڪولهي ڳوٺ.

ٽنڊي مير غلام حسين، لطيف آباد پرسان ٽنڊو مير فضل موجود آهي، جيڪو فضل محمد خان ٽالپر جو ٺهرايل آهي. هتي هڪڙي قٽل جهوني ماڙي آهي، جيڪا اڳوڻي ڳوٺ ’هنگوراڻيءَ‘ جي نشاني آهي. هن ٽنڊي کي هاڻي مير فضل ٽائون سڏيو وڃي ٿو.

**ٽنڊو قيصر:** ضلعي حيدرآباد جو هڪ شهر، جيڪو روڊ ذريعي ٽنڊي ڄام سان مليل آهي. هن ڳوٺ جي آبادي تقريباً 20 هزارن کان مٿي آهي. هتي هڪ بوائز هاءِ اسڪول، ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جا پرائمري اسڪول، هڪ گرلس مڊل اسڪول، اسپتال، واٽر سپلاءِ جي سهوليت پڻ موجود آهن. امير قيصر نظاماڻيءَ ارڙهين صديءَ ۾ هن شهر کي آباد ڪيو هو. هن شهر ۾ سنڌ جي ڪاڄي ڌر جي سياست جو اهم ڪردار ڪامريڊ قادر بخش نظاماڻي پڻ پيدا ٿيو ۽ پنهنجي نظرين جو پرچار ڪيائين. هتي سنڌي ادبي سنگت جي شاخ ۽ نوجوان شاعر آسي زمينيءَ پاران قائم ڪيل لائبرري "دانش گاهه منصوريه" نالي قائم آهي، جنهن جو هتي ادبي ماحول پيدا ڪرڻ ۾ وڏو هٿ آهي. هتي جي اديبن ۾ آسي زميني، ڊاڪٽر علي نواز نظاماڻي، صوفي شوڪت، سڪندر "ستايل" مشهور آهن. هن ڳوٺ ۾ سال 51-1950ع ۾، قاضي عابد ۽ سندس ڀائرن هڪ ڪپهه جي جننگ فيڪٽري لڳائي هئي، جنهن جو افتتاح مير غلام علي ٽالپر ڪيو هو. هيءَ فيڪٽري ڪجهه وقت کان پوءِ بند ٿي وئي.

ٽنڊي قيصر نالي سان تعلقي حيدرآباد ۾ هڪ ديهه به آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: ٽنڊو قيصر، جلال ماڇي، عبدالله، گل محمد، ڦتڻ ڏماچ، ٻڍو ڪور ۽ صالح خاصخيلي.

**ٽنڊو ڪولاچي:** هيءُ ڳوٺ ضلعي ميرپورخاص، تعلقي ڏگهڙيءَ جي ديهه نمبر "342" ۾ آباد آهي. جنهن جي آبادي 4000 ماڻهن تي مشتمل آهي. هتي جا ماڻهو 75 سيڪڙو پڙهيل آهن. هتي واٽرسپلاءِ اسڪيم، روڊ، هاير سيڪنڊري اسڪول، اسپتال، ٽيليفون ايڪسچينج ۽ پوسٽ آفيس وغيره آهن. هتي گهڻي آبادي ڪولاچي قبيلي جي آهي، مشهور سماجي ورڪر ڊاڪٽر حسين بخش ڪولاچي هتان جو رهاڪو آهي، جنهن جو هن ڳوٺ جي سجاڳيءَ ۽ ترقيءَ ۾ وڏو هٿ آهي. هتي ڪوسا، ڪنڀر، ميگهواڙ، ڪولهي ۽ ڀيل ذاتيون به آباد آهن.

**ٽنڊو گامون:** هن ٽنڊي لاءِ روايت آهي ته ميرن جي حڪومتي دؤر ۾ گامون واڍي نالي هڪ شخص پنهنجي نالي تي هڪ ڳوٺ "ٽنڊو گامون" جوڙايو، جيڪو هينئر تائين سندس نالي پويان سڏبو اچي. ٽنڊو گامون بدين کان اوڀر طرف 6 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي ٽنڊي باگي روڊ تي واقع آهي. هن وقت هتي ميمڻ ۽ جوڻيجا ذات جا ماڻهو آباد آهن.

**ٽنڊو گوندل:** هن ڳوٺ تي ميرن جي روايت پويان "ٽنڊو گوندل" جو نالو رکيل آهي. هونئن ته هن وسنديءَ کي "گوندل فارم" به سڏيو وڃي ٿو. هيءُ ڳوٺ ضلعي سانگهڙ جي شهر سنڌڙي کان ڏکڻ طرف هڪ ڪلوميٽر جي مفاصلي تي ميرپورخاص روڊ جي ويجهو واقع آهي. هتان جي زميندار "انور گوندل" اهو نالو هن ڳوٺ تي رکيو. هن ڳوٺ کي "گوندل فارم" جي نالي سان به سڏيو وڃي ٿو.

**ٽنڊولڪر، سچن:** مشهور ڀارتي ڪرڪيٽر سچن ٽنڊولڪر 24 اپريل



1973ع تي بمبئي جي هڪ سرسوت برهمڻ گهراڻي ۾ مراٺي ٻوليءَ جي ليکڪ ۽ ناول نگار رميش ٽنڊولڪر جي گهر ۾ جنم ورتو. سندس ماءُ جو نالو رجني ٽنڊولڪر آهي. هن کي ٻه ڀائر نتن ۽ اجيت ٽنڊولڪر ۽ هڪ ڀيڻ سواتي آهي. هن 1995ع ۾ گجرات جي مشهور صنعتڪار آنند مهتا جي ڌيءَ ڊاڪٽر انجلي سان پيار جي شادي ڪئي، جيڪا هن وقت ممبئيءَ جي J.J اسپتال ۾ ڊاڪٽر طور ڪم ڪري ٿي. هن کي هڪ ڌيءَ سارا ۽ هڪ پٽ ارجن جو اولاد آهي.

هن ڪرڪيٽ کيڏڻ جي شروعات اسڪول جي زماني کان ڪئي. انهن ڏينهن ۾ اسڪول ۾ سندس راند جو اُستاد وڪيٽن تي هڪ رپئي جو سڪو رکندو هو ۽ بالرن کي چوندو هو ته جنهن سچن ٽنڊولڪر کي آئوٽ ڪيو اهو سڪو ان جو ٿيندو پر جيڪڏهن سيشن ختم ٿيڻ تائين ٽنڊولڪر آئوٽ نه ٿيو ته اهو سڪو ٽنڊولڪر کي ملندو، ائين سچن ٽنڊولڪر 13 سڪا کٽيا. 1988ع ۾ "انٽر اسڪول ٽورناميٽ" ۾ ونود ڪامبلي سان گڏ 664 رنسن جي رڪارڊ پارٽنرشپ ناهي نالو ڪمائي ورتو. پوءِ هو ڀارت جي قومي ڪرڪيٽ ۾ چونڊجي آيو. سچن ٽنڊولڪر 16 سالن جي عمر ۾ 15 نومبر 1989ع ۾ پاڪستان خلاف ڪراچي ۾ ٽيل ٽيسٽ ميچ سان پنهنجي ڪيريئر جي شروعات ڪئي. ان پهرين ميچ ۾ هن صرف 15 رنسون ٺاهيون هيون ۽ وقار يونس هٿان "ڪلين بولڊ آئوٽ" ٿيو هو. پر آهستي آهستي هن پاڻ کي بهترين بيٽسمين طور سامهون آندو ۽ ماڻهن کي پنهنجي بهترين ۽ زوردار اسٽروڪن جو ديوانو بڻائڻ سان گڏ "لٽل ماسٽر" جو لقب پڻ حاصل ڪيو. هن 17 سالن جي عمر ۾ بين الاقوامي ميچ ۾ پهرين سينچري ٺاهي. هي ٻه ڀيرا انڊين ڪرڪيٽ ٽيم جو ڪپتان به بڻيو پر ڪامياب نه ويو.

37 سالن جي لڳ ڀڳ عمر واري ٽنڊولڪر، 442 ون ڊي ميچن ۾ 46 سينچرين ذريعي 17598 ۽ 166 ٽيسٽ ميچن ۾ 47 سينچرين ذريعي 13447 رنسون ٺاهي چڪو آهي. ٽيسٽ ميچن ۾ سندس اننگ جو وڏو اسڪور 248 رنسون ۽ ون ڊي ميچن ۾ 200 رنسون آهي. ٽيسٽ ميچن ۾ سندس رنسن ٺاهڻ جي سراسري رفتار 55.56 ۽ ون ڊي ميچن ۾ 45.12 آهي. "ليگ اسپن" بالنگ ڪرائيندڙ ٽنڊولڪر هن وقت تائين ٽيسٽ ميچن ۾ 44 ۽ ون ڊي ميچن ۾ 154 وڪيٽون پڻ وٺي چڪو آهي. هن هڪ ٽوئنٽي 20 ميچ به کيڏي، جنهن ۾ 10 رنسون ٺاهي سگهيو.

سچن ٽنڊولڪر ڪرڪيٽ جي دنيا ۾ ون ڊي توڙي ٽيسٽ ميچن ۾ سڀ کان وڌيڪ رنسن ۽ سينچريون ٺاهڻ جا رڪارڊ رکندڙ رانديگر آهي. ڀارتي ٽيم جا رانديگر توڙي مُداح کيس لٽل ماسٽر، دادا، ٽنڊليا، ماسٽر بلاسٽر، دي لٽل چيمپيئن وغيره جي لقبن سان سڏين ٿا.

تازو هن بمبئي جي اولهه بندرا واري علائقي ۾ 9000 چورس فوٽن جي ايراضيءَ ۾ خوبصورت ۽ شاهي محل وانگر گهر خريد ڪيو آهي، جتي هُو پنهنجي ڪٽنب سان رهي ٿو.

**ٽنڊو مائي ماهڻ:** ٽنڊي جهانيان جي ويجهو چانگ قبيلي جي هڪ دلير عورت "مائي ماهڻ" جي نالي سان هي ٽنڊو آباد آهي. هن جو اصل نالو "مائڪان" هو. جيڪو بلوچي لفظ آهي ۽ جنهن جي معنيٰ آهي "چانڊوڪي" يا "چنڊ ٻيبي". جيئن ته ان زماني ۾ سنڌ ۾ فارسي زبان رائج هئي. تنهنڪري چون ٿا ته هن عورت جو نالو "مائي ماه تن" مشهور هو، جيڪو بگڙجي مائي ماهڻ ٿي ويو. هن عورت جي والد جو نالو سردار دليل خان ۽ مڙس جو نالو سردار تاج محمد خان هو. هن جو اصل وطن بلوچستان هو. هن عورت جي هڪ ڌيءَ هئي، جيڪا مير مراد علي خان ٽالپر جي نڪاح ۾ آئي.

**ٽنڊو مٺا خان:** ضلعي ۽ تعلقي سانگهڙ جو هڪ ڳوٺ. هيءُ ڳوٺ نارا نهر جي ڪناري تي آهي. سانگهڙ ۽ کپري سان روڊ ذريعي مليل آهي. هن کي مير مٺا خان، ارڙهين صدي عيسويءَ ۾ آباد ڪيو هو.

**ٽنڊو مٺا خان**[2]: هن نالي سان تعلقي سانگهڙ ۾ هڪ ديهه به آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: محمد خان، عبدالحڪيم، علي گل شاهه، رمضان ماڇي، عاشق، ٽنڊو مٺا خان، علي شير شاهه، محمد حسن راڄڙ، محمد انڙ ۽ سڪندر احمد.

**ٽنڊو محمد خان:** هي شهر ٽنڊي محمد خان ضلعي جو هيڊڪوارٽر، مشهور شهر ۽ ديهه آهي. هن ديهه ۾ 'پير ڏنو ماڇي'، 'جمعو پرهياڙ' ۽ 'هاشو' نالي سان ٽي ڳوٺ آباد آهن:

ٽنڊي محمد خان شهر جو باني، ميرمحمد خان ٽالپر هو، جيڪو ديهه پٽ باران ۾ ديره جات جي علائقي ۾ رهندو هو. ڪلهوڙا دور تائين سڀ ٽالپر اُتي رهندا هئا. جڏهن مير فتح عليءَ جي حڪومت قائم ٿي ته مير محمد خان کي هڪ وڏي جاگير ملي، جنهن جي ڪل پکيڙ اٽڪل ٽي لک ايڪڙ هئي. مير فتح علي خان جي حڪومت 1783ع ۾ قائم ٿيڻ ۽ جاگير ملڻ ڪان پوءِ ان جي نظرداريءَ لاءِ ميرصاحب کي وقت به وقت هتي اچڻو ٿي پيو ۽ ديره جات جي ڦِرڻ ڪان پوءِ ڪيس هتي پنهنجو ڳوٺ ٻڌائڻ لاءِ هن جي نظر هن علائقي تي پئي، جتي هينئر ٽنڊومحمد خان آباد آهي. "گونيءَ" جي ڪپ تي هي شهر مير فتح علي خان جي حڪومت جي اٺن سالن ڪان پوءِ 1791ع ۾ آباد ٿيو. مير محمد خان ٽالپر، ٽنڊي محمد خان آباد ڪرائڻ ڪان 22 سال پوءِ، 13 آڪٽوبر 1812ع تي وفات ڪري ويو. سندس مقبرو ان وقت جي مشهور شهر فتح باغ ۾ آهي، جيڪو ماتليءَ جي ويجهو آهي. ڪنهن زماني ۾ موجوده ٽنڊي محمد خان شهر جي وچ ۾ هڪ واهه وهندو هو، جنهن جو نالو امام واهه هو. ان واهه تي ان وقت ٻنيون آباد ٿينديون هيون. هتي 1904ع ۾ ريلوي اسٽيشن قائم ٿي ۽ اُن سال 15 آگسٽ تي پهرين ريل گاڏي هتي اچي بيٺي، جيڪا حيدرآباد کان بدين تائين هلڻ شروع ٿي هئي. 1859ع ۾ جڏهن "سرهينري پاٽنجر" هتي آيو هو ان وقت مير سلطان علي خان هتي رهندو هو. هن شهر ۾ گهمڻ ۽ شڪار سانگي، انگريزن جي دور کان وٺي هيستائين ملڪ جا حڪمران ۽ وڏا سياستدان ايندا رهيا آهن. جهڙوڪ: سنڌ جا گورنر ڊائو گراهم ۽ مودي، پنڊت جواهر لال نهرو، سروجني نائيڊو، بحرين جو شهزادو شيخ سليمان ۽ سندس والد الخليل، افغانستان جو بادشاهه، چين جا سرڪاري وفد، شهيد ذوالفقار علي ڀٽو (بحيثيت وزير خارجه)، پرنس علي خان، پرنس ڪريم آغا خان، شهنشاهه ايران ۽ ٻيا. ڦليليءَ جي ڪناري تي هئڻ ڪري، شهر جي خوبصورتيءَ ۾ وڌيڪ اضافو آيو. هيءُ هڪ صنعتي شهر آهي. هتي چانورن ڇڙڻ، ڪپهه ٽاڻڻ ۽ کنڊ جا ڪارخانا آهن. هتي فتح ٽيڪسٽائيل مل به آهي. هتي گرلس ۽ بوائز ڪاليج ۽ هاءِ اسڪول آهن؛ چوپاين جانورن جا وڏا وڏا فارم آهن. هتي هڪ بزرگ نذر محمد شاهه جو مقبرو آهي، جتي هر سال عرس ٿيندو آهي، جنهن جي خاص ڳالهه شيدين جو "مگرمان" تي ناچ ڪرڻ آهي، جيڪو سندن پنهنجي اصلي وطن سان عقيدت جو اظهار آهي. ان ناچ کي ڪيترائي ماڻهو پري پري کان ڏسڻ ايندا آهن. هتي جي آبادي هن لکن اندر ٿيندي. شهر جي ويجهو "ٻڌ ڪن جا ٺَڪر" آهن، جيڪي آثار قديمه ۾ شمار ٿين ٿا. انهن کي ڏسڻ سان اندازو ٿو ٿئي ته هتي هڪ پراڻو قلعو به هو، جنهن جا ڪجهه آثار موجود ڏسجن ٿا. هن شهر ۾ ڪافين جو مشهور شاعر سيد اميد علي شاهه (وفات 1868ع) به آرامي آهي. لاڙ جي بخاري سيدن جو واسطو به هن شهر سان آهي، جن مان محسن شاهه بخاري، پيپلزپارٽيءَ جي دور ۾ وزير رهي چڪو آهي. مشهور درويش عبدالفتاح شاهه پڻ هن ئي خاندان مان هو. رڙيءَ جا خواجه سيئيون هن شهر ۾ ڪثرت سان آباد آهن. مير غلام علي خان ٽالپر ۽ مير الله بخش خان ٽالپر جو تعلق پڻ هن شهر سان هو ان ڪانپوءِ مير اعجاز علي خان ٽالپر هتي جي مشهور شخصيت رهيو آهي. اجرڪون ٺاهڻ جو مشهور ڪاريگر مرحوم الهڏنو سومرو به ٽنڊي محمد خان جو رهاڪو هو. غلام مرتضيٰ شاهه سنڌ جو مشهور ۽ معروف حڪيم به هتي مدفون آهي. اردو زبان جي مشهور سنڌي شاعر فضل محمد "ماتم" به زندگيءَ جا ڪجهه ڏينهن هتي گذاريا. سندس پويان اجا تائين هن شهر ۾ رهن ٿا. نقشبندي بزرگن ۽ عالمن جو ڳهه ٽنڊو سائينداد، هتان ٽي ڪلوميٽر اترطرف آهي. هتي فوجي شگر مل به قائم آهي.

**ٽنڊو مريد حيدر:** ضلعي خيرپور جي تعلقي ڪنگريءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو. جنهن ۾ هيٺيان ڇهه ڳوٺ آباد آهن:

ٽنڊو مريد حيدر، گنبو ميتلو، سانول ميتلو، ڀنيو ميتلو، وريو ميتلو ۽ چاهيو.

**ٽنڊو مستي خان:** هيءُ ديهه ضلعي ۽ تعلقي خيرپور ۾ موجود آهي. هن ديهه کي 1803ع ۾ سردار مستي خان آباد ڪيو. هتي پير فضل ناتگي ۽ شيخ مڪائيءَ جون مزارون عام ۽ خاص جي عقيدت جو مرڪز آهن.

ٽنڊو مستي نوابشاهه-روهڙيءَ جي وچ ۾ ريلوي اسٽيشن به آهي.

هن ديهه جي ڏکڻ ۾ "ڪوٽيسر" نالي قديم آثار موجود آهن، جن جي کوٽائيءَ سان هن علائقي جي انساني تهذيب جا قديم آثار دريافت ٿيا آهن.

ٽنڊو مستي خان نالي ديهه ۾ 'ٽنڊو مستي'، 'جتن جو ڳوٺ'، 'چانديا' ۽ 'ڪرڙي' نالي ڳوٺ آباد آهن.

**ٽنڊو مير علي:** ضلعي خيرپور، تعلقي ٺري ميرواهه ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ٽنڊو مير علي، نيرواري، سارنگ جوڻي، ملايو ملڪ، نواب جوڻي خان، قائم جوڻي، قادربخش جوڻي، پٽا، لطف علي شر.

**ٽنڊو مير غلام حسين:** هن وقت ٽنڊو مير غلام حسين حيدرآباد شهر جي ڏکڻ الهندي پاسي لطيف آباد جي بلڪل وچ ۾ يونٽ نمبر 9 ۾ آباد آهي. هن جو بنياد مير عبدالله خان شهيد جي پٽ مير غلام حسين ارڙهين صديءَ جي آخري ڏهاڪي ۾ رکيو. مير فتح علي خان سان حڪومتي تڪرار بعد مير غلام حسين کي قلعي مان نيڪالي ڏني وئي، جنهن ڪان پوءِ هو موجوده هنڌ اچي رهائش پذير ٿيو.

**ٽنڊو مير محمود خان:** مير محمود خان شهداداڻي ٽالپرن مان هو ۽ مير بهرام خان جو ننڍو پٽ هو جڏهن مير ٺاري خان لاڙ ۾ لشڪر گڏ ڪري مير غلام علي خان سان مقابلي ڪرڻ جي تياري ڪئي، تڏهن مير غلام علي خان، پنهنجي فوج جو مير محمود خان (مير غلام علي خان جي چاچي) کي سپهه سالار مقرر ڪري موڪليو جنهن ۾ مير محمود خان کي فتح حاصل ٿي ۽ مير ٺاري خان کي مير غلام علي خان وٽ اچي حاضر ڪيائين، انهيءَ جنگ ۾ مير ٺارو خان زخمي ٿي پيو هو. حيدرآباد جي ايرندي طرف ڦليلي جي پرسان "ٽنڊو مير محمود خان" سندس نالي سان هڪ پاڙي جي صورت ۾ موجوود آهي. سندس اولاد اڄ به اتي موجود آهي. ٽنڊي مير محمود جي مشهور

شخصيتن ۾ الحاج مير علي احمد خان ٽالپر ۽ الحاج مير رسول بخش ٽالپر شامل آهن. هن وقت به سندن اولاد مان مير حدر علي خان ٽالپر ۽ مير رفيق خان ٽالپر سياست ۾ سرگرم آهن.

**ٽنڊو مير مريد حيدر:** ٽنڊو مير مريد حيدر ضلعي خيرپور ميرس ۾ پير ڳوٺ کان 7 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي واقع آهي. هن ٽنڊي جو بنياد مير مريد حيدر ولد مير رستم خان ميرن جي دؤر حڪومت دوران وڌو.

**ٽنڊو مير نور محمد:** حيدرآباد شهر جي الهندي پاسي سنڌوءَ درياهه جي ويجهو مير محمد حسن علي خان ٽالپر جي پاٽيجي هزهائينس مير نور محمد خان ٽالپر هي ٽنڊو آباد ڪيو. انگريزن جي قيد مان آزادي ملڻ بعد جڏهن انگريزن مير حسن علي خان کي حيدرآباد جو قلعو رهائش لاءِ ڏيڻ ٿي چاهيو ته مير حسن علي خان اهي لفظ چيا، "جنهن هنڌان اسان جي وڏن ۽ اسان کي قيد ڪيو ويو اها جاءِ هاڻي اسان لاءِ بيڪار آهي." انگريزن کان آزادي ملڻ بعد ٽالپرن ٽنڊي مير نور محمد ۾ مستقل رهائش اختيار ڪئي. اڄ به سندن اولاد هتي آباد آهي.

**ٽنڊو نظر علي:** ضلعي ۽ تعلقي خيرپور ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ ٽي ڳوٺ آباد آهن:

ٽنڊو نظر علي جت، ڳوٺ جمعو قلپوٽو ۽ ٽنڊو نظر علي.

**ٽنڊو نهال:** ضلعي ۽ تعلقي خيرپور ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ ٽي ڳوٺ شامل آهن:

لالو خاصخيلي، ڪمال ۽ ٽنڊو نهال.

**ٽنڊو نيازي:** ضلعي ٿرپارڪر جي تعلقي ڏيپلي ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ٽنڊو نيازي، چينيٽي، سوهاڻي، ڊينگلاجي، گوواري ۽ پانوري.

**ٽنڊو ولي محمد:** حيدرآباد شهر جو هڪ مشهور پاڙو، جيڪو تاجپور واري نواب ولي محمد خان لغاريءَ جي اوطاق سببان مشهور ٿيو. هتي نواب ولي محمد خان جي تربت، پڻ آهي، جيڪا ميان سرفراز جي قبي ۽ مسجد کي سامهون آهي. نواب ولي محمد خان لغاري ابن نواب غلام محمد خان لغاريءَ جي مير صاحبن وٽ وڏي عزت هوندي هئي. هالاڻي جي جنگ ۾ مير فتح علي خان پاران نواب ولي محمد بهادريءَ سان لڙائي ڪئي. جڏهن ميرن شڪارپور تي چڙهائي ڪئي، تڏهن ميرن جي فوج جو سپهه سالار نواب ولي محمد خان هو. جنهن پنهنجي حڪمت عمليءَ سان قلعي تي قبضو ڪيو. نواب صاحب مير صاحبن جون وڏيون خدمتون ڪيون. سال 1832ع ۾ هي هڪ لائق سپهه سالار، وڏو سياستدان، شاعر ۽ حڪيم وفات ڪري ويو. ٽنڊو ولي محمد پهريائين شاهه مڪاني واري قلعي جي اتر طرف هو. جتي نواب صاحب پنهنجي نالي ڳوٺ ٻڌي وڃي ويٺو هو. پر انگريزن جي حڪومت ۾ سندن پويان موجوده ٽنڊو ولي محمد جو ڳوٺ ٻڌي وڃي ويٺا. جيڪو اڄ به ٽنڊي ولي محمد جي نالي سان مشهور پاڙو آهي.

ٽنڊي ولي محمد ۾ 'سانٽين جو پاڙو'، 'ڪاسائين جو پاڙو'، 'ميلا پاڙو'، 'سخي پير'، 'گاهه پڙي'، 'مساڻ'، 'پنهورن جي مسجد'، 'هيٺالو'، 'مجر پاڙو' ۽ 'بيل خاني' وارا علائقا شامل آهن. وڏي مارڪيٽ به اڳ ۾ ٽنڊي ولي محمد ۾ شامل هوندي هئي. هتي اٽڪل هڪ سؤ سالن کان 'سيلاتا'، 'ٻاچڙا'، ۽ 'انصاري' وغيره رهندڙ آهن. جن مان فرهنگ جعفريءَ جو مصنف حڪيم محمد جعفر مشهور ٿي گذريو آهي.

**ٽنڊو يوسف:** ميان محمد يوسف پنيي خدمتگار ذات جو منگواڻو هو. جڏهين مير غلام علي خان کي سال 1209هه 1794ع ۾ مير، مير محمد خان پٽ ڄائو، تڏهن ان جي کير پيارڻ لاءِ هڪ دائيءَ جي ضرورت هئي، مگر حيدرآباد جي شهر ۾ ڄاڃ ڪرڻ بعد به ڪا دائي نه ملي. تنهنڪري شهر جي پسگردائي ۾ ڳولا ڪرڻ تي حيدرآباد شهر جي اڀرندي طرف قليليءَ جي پرسان پنيي جي ڪڏ هوندي هئي، جنهن جو هن وقت تائين ٽنڊي يوسف ۾ ڪجهه حصو موجود آهي. اتي هڪ عورت رهندي هئي، جنهن کي محمد يوسف ڄائي تقريباً اڌ سال گذري ويو هو. ان کي مير صاحب جي ماڻهن ساري حقيقت ٻڌائي، محمد يوسف پنيي سميت اچي حيدرآباد جي قلعي ۾ رهايو جتي مير، مير محمد خان سان گڏ ميان محمد يوسف خدمتگار جي به پرورش ٿيڻ لڳي. هي ڏاڍو ذهين هو. قلعي ۾ شاهاڻي پرورش دوران ان چڱو علم پرايو. جنهن ڪري مير کيس ملو ڪري سڏيندا هئا ۽ سندس علمي لياقت ڏسي کيس وڏو عهدو ڏنائون. انهيءَ وقت هو پنيي واري ڪڏ وٽ پنهنجي رهڻ لاءِ ڪوٽ ٺهرائي اچي رهيو. جنهن جا نشان هن وقت تائين موجود آهن. جڏهن مياڻيءَ جي جنگ مير صاحبن هارائي، تڏهن ميان محمد يوسف، مير، مير محمد خان جا ديرا وٺي اچي ٽنڊي يوسف ۾ رهايا. ميان محمد يوسف سال 1209هه /1794ع ۾ ڄائو هو ۽ ماهه رجب سال 1285هه / 1868ع ۾ وفات ڪري ويو. سندس تصنيفات ۾ هڪ ديوان (فارسي) ۽ "مثنوي-ماه و مشتري" (فارسي) موجود آهن. آخر ۾ هن انگريزن جي ڦرلٽ دوران ميرن سان غداري ڪئي ۽ ڪافي مال ملڪيت چورائي پاڻ وٽ رکيائين، ليڪن افسوس جو اهو چورايل مال هن کي به نصيب نه ٿيو. جنهنڪري آخري عمر ۾ هي اڌ چريو ٿي پيو. ميان محمد يوسف جو پٽ محمد صالح مياڻيءَ جي جنگ ۾ شامل هو، پر هي جنگ مان بچي آيو. سندس اولاد سيريءَ کان اڳتي هوسڙيءَ طرف پاڻورن ۾ پنهنجي زمين تي رهي ٿو.

**ٽنڊي آغا جي مرزائن جا ڪتب خانا:** حيدرآباد جي شهر ۾ ٽنڊي آغا جو پاڙو ميرن جي وزير آغا اسماعيل شاهه جو آباد ڪيل آهي. آغا صاحبن کان پوءِ هتي خيرپور جا مرزا اچي آباد ٿيا. ٽنڊي آغا ۾ آباد مرزا خاندان جو وڏو ڏاڏو مرزا فتح علي بيگ هو. مرزا فتح علي بيگ ۽ سندس پيءُ مرزا مراد علي بيگ 'سائل' مير سهراب خان ٽالپر جا مصاحب هئا. مرزا صاحب خيرپور ٽوڙي حيدرآباد ۾ ميرن طرفان عزاداريءَ جا باني ۽ مرثيه گو هجڻ سان گڏوگڏ مرثيه خوان به هئا ۽ خيرپور ۾ سندن وڏو ڪتب خانو موجود هو. جنهن ۾ هزارن جي تعداد ۾ قلمي ڪتاب موجود هئا. جڏهن مرزا فتح علي بيگ خيرپور مان لڏي حيدرآباد (ٽنڊي آغا) ۾ مير حسن علي خان ٽالپر جي خواهش تي آباد ٿيو ته ان وقت خيرپور مان جيترا ڪتاب کڻي سگهيو سي کنيائين، باقي اتي پنهنجي دوستن ۽ احبابن ۾ ورهايائين. خصوصاً پنهنجي دوست ۽ همعصر مرثيه گو شاعر آخوند محمد عالم پنهور کي ڪافي قلمي مسودا ڏنائين. حيدرآباد ۾ مرزا فتح علي بيگ جي وفات کان پوءِ سندن پٽن مان مرزا قاسم علي بيگ (مير حسن علي خان ٽالپر جي مصاحب) ۽ مرزا بڍل بيگ (هزهائينس مير نور محمد خان ٽالپر جي وزير) جا الڳ الڳ ڪتب خانا هئا. سندن اولاد مان مرزا قربان علي بيگ ڪربلائي ۽ مرزا گل حسن بيگ جا ڪتب خانا مشهور ٿيا. پر اڳتي هلي ٽنڊي آغا ۾ سنڌ جي وڏي محقق اديب ۽ شاعر مرزا عباس علي بيگ جو ڪتب خانو گهڻو

مشهور ٿيو. مرزا عباس پنهنجي ذاتي ڪتب خاني ۾ وڏي محنت سان ڪتاب گڏ ڪيا. سندس ڪتب خاني مان سنڌ جا ناميارا عالم مستفيض ٿيا. جن ۾ ڊاڪٽر عطا محمد حامي، ڊاڪٽر اياز حسين قادري، ڊاڪٽر عابد لغاري وغيره شامل آهن. سندس ڪتب خاني بابت رضا علي عابديءَ پنهنجي ڪتاب "ڪتب خانا" ۾ لکي ٿو ته، "حيدرآباد شهر اندر ناياب ڪتابن جو ذخيرو مرزا عباس علي بيگ وٽ موجود آهي". مرزا عباس علي بيگ جي ڪتب خاني ۾ قلمي نسخن سان گڏوگڏ لاتعداد عربي، فارسي، سنڌي، اردو ۽ انگريزي ڪتاب موجود آهن. سندس ڪتب خاني ۾ مير ابوالبقا بهرور علي جي ناياب تصنيف 'تاريخ چراغ هدايت المعروف به بهرورشاهي' ڪانسواءِ انشاءِ عطارد، تاريخ بلوچي، تاريخ جهانڪشائي نادري، تذڪره رياض الشعراءِ، ظفرنامہ ڪلهوڙا (مثنوي)، مختصر تاريخ ڪلهوڙا و ٽالپور (فارسي)، مناقبِ خيبرڪشا (فارسيءَ ۾ نامعلوم مصنف جي ڏيڍ هزار صفحن تي مشتمل حضرت علي عليہ السلام جي زندگيءَ جو احوال)، نامہ نغز، فتح نامہ سنڌ (مير صوبدار خان جي مثنوي)، فتح نامہ سنڌ (مير حسن علي خان ٽالپر جا چار نسخا)، انشاءِ فارسي نامہ، رسالہ استخاره، مجموعہ ورد و وظائف، قصيده برده، مجالس المومنين، ديوان وفا، ديوان وصال، ديوان فرخي، ديوان خاقان، ديوان قاسمي، ديوان انوري، قصائد عرفي، ديوان ڪرم (مير ڪرم علي خان ٽالپر)، ديوان جعفري-1 (مير نصير خان جو فارسي ديوان)، ديوان جعفري-2 (مير نصير خان جو اردو ديوان)، ديوان حيدري (مير شهداد خان جو ديوان)، ديوان مير (مير صوبدار خان جو ديوان)، ديوان حافظ باتصوير، تذڪره حسيني، محڪ خسروي، محڪ محسن، محڪ فخري، تحفتہ الڪرام، ديوان نامي (مير معصوم بکري جو ديوان)، ڪليات ثابت (سيد ثابت علي شاهہ جو ڪلام)، ڪليات حسن (مير حسن علي خان ٽالپر جي مرثين جا اٺ مجموعا (جيڪي مرزا قربان علي بيگ، مرزا امام علي بيگ، حاجي حسن بخش مرزائي ۽ عبدالڪريم عباسي جا لکيل آهن)، مختار نامہ (مير حسن علي سنڌي مثنوي)، حملہ حيدري يا شهنشاهہ نامہ (مير حسن علي خان جي سنڌي مثنوي)، ديوان حسين (مير حسين علي جو ديوان)، مناقب علوي (مير حسين علي جي تصنيف)، ڪليات جامي ۽ ڪيترائي مطلا قرآن مجيد پڻ موجود آهن. انهن ڪانسواءِ ايراني مشتهدن جا لکيل اسلامي ڪتاب، سنڌ جي ڪلهوڙن ۽ ٽالپر حڪمرانن جا عهدناما ۽ فرمان، مختلف عالمن جا تفسير، مير انيس، مرزا دبير، مير ضمير، مرزا جعفر فصيح، افسرده، قاسم، مير مونس، مير خليق ۽ ٻين نامور اردو جي مرثيہ گو شاعرن جو اڻ ڇپيل ڪلام ۽ ٻيا گهڻائي مختلف علمن تي قلمي ڪتاب موجود آهن. ان ڪانسواءِ سنڌ جي شاعرن جا فارسي، سنڌي ۽ اردو ديوان، ڪليات، مثنويون ۽ بياض پڻ لاتعداد موجود آهن. جن کي هاڻي سندس لائق فرزند مرزا سڪندر علي بيگ سنڀاليندو اچي، ان ڪان سواءِ مرزا قربان علي بيگ ڪربلائيءَ جو ڪتب خانو تمام گهڻو لاجواب هو جنهن کي سندس پوٽي مرزا سلطان حيدر بيگ تمام ذميواريءَ سان سنڀاليو پر مرزا سلطان حيدر بيگ جي انتقال ڪانپوءِ لائبرري سندس فرزند مرزا علي متقي بيگ ۽ مرزا ڪاظم رضا بيگ سنڀاليندا اچن ۽ مرزا گل حسن بيگ جو ڪتب خانو سندس فرزند مرزا نجم الحسن بيگ جي هٿ ۾ آهي، انهن ڪانسواءِ جديد دور مطابق تنڊي آغا جي مرزائن جا ڪتب خانا ڏاڍا لاجواب آهن. جن ۾ مرزا فتح علي بيگ ۽ مرزا جمشيد بيگ جا ڪتب خانا پڻ ناياب آهن. تنڊي آغا جي مرزائن جي ڪتب خانن ۾ ستن ئي خطن (نستعليق، نسخ، ثلث، توقيع، رقاع، محقق ۽ ريحان) ۾ لکيل قلمي ڪتاب موجود آهن. پر گهڻا خط



'تاريخ چراغ هدايت المعروف به بهرورشاهي'

نستعليق، نسخ، ثلث ۽ شڪستہ ۾ موجود آهن. تنڊي آغا جي هنن مرزائن جي هر هڪ لائبريريءَ ۾ هزارين ڪتاب موجود آهن. اڄ ۽ انهن ڪتب خانن جي هجڻ ڪري تنڊي آغا جي مرزائن ۾ وڏا اديب، شاعر ۽ عالم موجود آهن. سندن نوجوانن ۾ پڻ تحقيق ۽ تاليف سان گڏوگڏ ڪتاب گڏ ڪرڻ جو ذوق و شوق پڻ وڌڻ وانگر جاري آهي.

**تنڊيل:** واهن جي مورين تي انجنيئر ڪاتي جو هڪ ننڍو ملازم، جيڪو پاڻيءَ جي وهڪ، رفتار ۽ مقدار جي خبر رکي ۽ مٿين آفيسرن کي رپورٽ ڏئي.

**ٺن ٺبن واري مسجد:** هي مسجد ڳوٺ ستار ڏني شاهہ، جاتي- سجاول رستي تي بيگنا شهر کان هڪ ڪلوميٽر اتر طرف واقع آهي. هي ڳوٺ اٺوهين صديءَ ۾ چڱو آباد هو. ڪڇ کان ايندڙ قافلا هتي ترسندا هئا يا ڪڇ کان لاهيارا اچي هتي رهي پوءِ سنڌ يا ڪڇ ڏي واپس ويندا هئا. هي ڳوٺ باغات ڪان به مشهور هئي. هتي ڏڌن ڪانسواءِ هڪ مسجد بچي آهي، جنهن کي ٺي قبا ڏنل آهن ۽ زبون حال آهي. تعميرات جو نمونو ٻڌائي ٿو ته اها ڪلهوڙن جي دور ۾ ٺهي هوندي.

**ٽنڪا** (Tanka): ٽنڪا، جاپاني شاعريءَ جي اها صنف آهي، جيڪا پنجن سٽن تي مشتمل هوندي آهي ۽ ان جو وزن 31 ماترائن تي مشتمل هوندو آهي. يعني پنج، ست، پنج، ست، ست ماترائون. هيءَ جپان جي ڪلاسيڪل شاعريءَ جي هڪ صنف آهي، جنهن ستين صديءَ ۾ جنم ورتو. جپان جي مشهور شاعرن بوسن ۽ ايسا (659ع) جا ٽنڪا مشهور آهن. سنڌيءَ ۾ هي صنف ٽنڪا جي نالي سان تجربي هيٺ آئي. جنهن تي تاج جويي، مير محمد پيرزادي، مختيار ملڪ ۽ عامر سيال طبع آزمائي ڪئي آهي.

**تَنگڙ:** ٿلهين نوڙين مان وڏن خانن جو ٺهيل هڪ ڇڪو، جنهن ۾ مڇي، ٽانو ۾ وڏيل ڪير يا ڪا اهڙي ٻي شيءِ وجهي ڇپر يا جاءِ ۾ ٽنگيي آهي. هُرلي يا نار جو اصطلاح، جيڪڏهن 'ڪهاڏي' ۾ پاڻي گهٽ ٿي، نار جي پانڊي کي ڇڏي هيٺ لهي ويندو آهي، تہ پوءِ چوندا آهن تہ نار 'چاڙهو' يا 'تنگڙ' ٿي پيو وهي. 'چاڙهي' يا 'تنگڙ' جي حالت ۾ نار پاڻي بہ گهٽ ڪڍي سگهندو آهي ۽ وهڪ ۾ به ڳرو ٿي پوندو آهي. اهو اصطلاح 'هُرلي' جي لاءِ بہ استعمال ٿيندو آهي.

**تنگڙا**: ضلعي لاڙڪاڻي، تعلقي شهدادڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ميرپور، منل خان چانڊيو، نياز احمد چانڊيو، فضل محمد پنجابي، گل محمد حسراڻي، علي نواز ڪهاوڙ، درمحمد مغيري، محمد پور عرف جعفر برڙو ۽ ميرمحمد حسن مغيري.

**تنگڙي**: تنگڙي ذات جا ماڻهو ٿرپارڪر ۾ رهن ٿا. هنن لاءِ چيو ويجي ٿو ته پنوار راجپوت آهن ۽ ڪي ڪين 'جتن' مان ليکيا وڃن ٿا.

ٽالپرن جو به هڪ پاڙو "تنگڙي" آهي.

رسين مان ٺاهيل تنگڙي، جيڪا اُٺ جي پُٺيءَ تي ٻڌي، اُن هڪ چيڙي ۾ ورت اٽڪائي، کوهه مان پاڻي ڪڍيو ويندو آهي. اها تنگڙي ٿرپارڪر ۾ اونها کوهه هجڻ ڪري، اتي گهڻو استعمال ڪئي ويندي آهي.

**تنگڙي، گل بيگ**: گل بيگ فقير 'تنگڙي' ٽالپرن جي تنگڙي پاڙي مان هو. مياں نصير محمد ڪلهوڙي جي خاص ساٿين ۾ شامل هو. بلوچستان جا بروهي، لڪ ڪان ڪوسن ۽ ٻين قبيلن جي ڳوٺن ۽ وسندين تي حملا ڪري ڦرمار ڪندا هئا. ڳاجي شاهه مياں نصير محمد جي حڪم تي بروهين کي سيکت ڏيڻ لاءِ متي چڙهي ويو. ڳاجي شاهه سان گڏ گل بيگ 'تنگڙي' به انهيءَ معرڪي ۾ بهرو ورتو ۽ وڙهندي شهيد ٿيو. سندس مزار ڳاجي شاهه جي ڏکڻ ۾ چوديواريءَ اندر عام ۽ خاص لاءِ زيارت گاهه بڻيل آهي.

**تنگسٽن** (Tungsten): ڌاتوءَ جي رجڻ جو درجو سڀ کان وڌيڪ (6170°F) آهي، ان ڪري هن کي بجليءَ جي بلبن ۾ رڪاوٽ پيدا ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي. ان کان سواءِ هن کي جيٽ انجڻين ۽ چرخين ۾ به استعمال ڪيو ويو آهي. تنگسٽن ڪاربائيڊ ايترو ته سخت آهي، جيترو هيرو، ان ڪري ان کي شيشن ڪٽڻ لاءِ ۽ رنگن ٺاهڻ ۾ استعمال ڪيو ويندو آهي، تنگسٽن ڌاتوءَ



کي 50 سيڪڙو Rhenium (ڌاتو) سان ملائي جڏهن مٽ ٺاهي وئي (جنهن جو رجڻ پد 4500°F آهي) ته ان مان جيڪو ڌاتو ٺهيو اهو سخت نه پر نرم هوا Rhenium کي 1925ع ۾ لڌو ويو هو هي تمام ناياب ڌاتو آهي، ان ڪري اڄا ان کي خلائي مهم ۾ ڪم نه ٿو آندو وڃي. هن ڌاتوءَ جي پيداوار کي نظر ۾ رکندي چئي سگهجي ٿو ته هن ڌاتوءَ مان اڄوڪي ماپ جي ميزائيل ٺاهڻ لاءِ اڃا ڪي ورهيه لڳندا.

90 سيڪڙو Tantalum ۽ 10 سيڪڙو تنگسٽن جي ملاوٽ به ايتري سخت آهي، جيترو تنگسٽن 4500°F تائين آهي. اڄوڪي دور ۾ Molybdenum ۽ وينيڊيم (Vanadium) کي به اهميت حاصل آهي. Malybdenum ڌاتو 5000°F تائين ڪم ڏئي سگهي ٿو پر ان جي مٽان نمبروار نڪل ۽ ڪروميم جا ته چاڙهڻا پوندا. ان ڪانسواءِ وينيڊيم جي مٿان نڪل جو ته چاڙهيو وڃي ته اهو 1700°F تائين ڪم ڏئي سگهي ٿو.

**ٽِٽِي**: هڻ جي آڱر جي ڏوڙي ۽ پيرجي مُربي واري هڏيءَ کي "ٽِٽِي" چئبو آهي.

**ٽوالُ** (Towel): پاڻيءَ کي جذب ڪندڙ ٿلهو ڪپڙو (بدن اگهڻ يا هٿ منهن



صاف ڪرڻ لاءِ). هِه ميٽر کن ڊگهو ڪپڙو، جيڪو خاص اٽاوت وارو هجي، يا ڪنهن ڊگهي تاڪيي مان وڍي جدا ڪيل هجي. ان ڪپڙي کي به "ٽوال" چوندا آهن. اهو ٽڪر گوڏ ٻڌڻ يا پوتڙي طور به ڪم آندو ويندو آهي.

**ٽوانا**: هڪ روايت موجب گل بان، شتربان (جت) آهن. جيڪي پنوار راجپوت لکوءَ جي اولاد مان آهن. ڪن پاڻ کي "سيال" ته ڪن وري ٽوانا ۽ "ڪمبوه" سڏايو اي. ڊي ميڪليگن ۽ ايچ.اي روز هنن کي پنوار راجپوت راءِ شنڪر جا پٽ ڄاڻايو آهي.

**ٽوبن، جيمز** (Tobin, James): آمريڪا جو ماهرِ اقتصاديات 5 مارچ 1918ع تي شيمپين، الي نائي ۾ ڄائو هن هارورڊ يونيورسٽيءَ مان 1939ع کان 1940ع تائين گريجوئيشن ۽ ماسٽرز جي ڊگري حاصل ڪئي. ان کان پوءِ هو واشنگٽن ڊي سي ۾ بطور اقتصاديات جي ماهر طور ڪم ڪندو رهيو جيمز ٽوبن آمريڪا جي تباهه ٿيل جهاز "يو.ايس.ايس ڪيرني" (USS-Kearney) جو سيڪنڊ انچارج ٿيو 1947ع ۾ هن کي "سرمايا ڪاري جي خاص نظرئي" ۾ ڊاڪٽريٽ جي ڊگري حاصل ڪئي. هو 1950ع ۾ ييل يونيورسٽي جي تدريسي عملي ۾ شامل ٿيو 1957ع ۾ هو



اقتصاديات جو سٹرلنگ پروفيسر مقرر ٿيو تدريس کان سواءِ هن ٽيرهن سالن تائين اقتصادي ميدان ۾ تحقيق ڪئي ۽ ڪائولز فائونڊيشن جو ڊائريڪٽر پڻ رهيو ٽوبن جي ڪم "رسڪ مينجمنٽ پورٽ فوليو" ۾ هيٺين سطح جي عمل ڪاري جي باري ۾ ڪينز جا اقتصادي تجزيا گهڻا واضح ۽ قابلِ فهم صورت ۾ سامهون آيا. هن کي 1981ع ۾ ڪيس اقتصاديات جي شعبي ۾ نوبل انعام ڏنو ويو هن ڪل 96 ڪتاب لکيا، جن مان ڪجهه هي آهن:

- "Money, wage Rates and Employment", 1947, in Harris, editor, The New Economics.
- "Liquidity Preference and Monetary Policy", 1947, REStat.
- "A Dynamic Aggregative Model", 1955, JPE.

- "The Interest Elasticity of the Transactions Demand for Cash", 1956, RES.
- "Liquidity Preference as Behavior Towards Risk", 1958, RES.
- "Estimation of Relationship for Limited Dependent Variables", 1958, Econometrica.
- "On the Predictive Values of Consumer Intentions and Attitudes", 1959, RES.
- "Consumer Expenditures and the Capital Account" with Harold W. Watts, 1960, in Friend and Jones, editors, Proceedings of the Conference on Consumption and Saving.
- "Towards a General Kaldorian Theory of Income Distribution", 1960, RES.
- "Money, Capital and Other Stores of Value", 1961, AER.
- "An Essay on the Principles of Debt Management", 1963, in Fiscal and Debt Management Policies.
- "Comments on the Relevance of Psychology to Economic Theory and Research" with F.T. Dolbear, 1963, in Koch, editor,, Psychology: A Study of a Science. Etc.

**توبياس مائيڪل ڪارل ايسر** (Tobias Michael Carrel Asser): توبياس مائيڪل ڪارل ايسر هالينڊ جو قانوندان 28 اپريل 1838ع تي ايمسٽرڊم ۾ ڄائو. هن ڏچ قانوندان کي 1899ع تي هيگ (Hague) نالي امن ڪانفرنس ۾ ثالثيءَ جي مستقل عدالت قائم ڪرڻ جي ترغيب ڏيڻ جي ڪوشش تي 1911ع ۾ نوبل انعام الفريڊ فرائيڊ (Alfred Fried) جي شراڪت ۾ ڏنو ويو. ايسر 1862ع کان 1893ع تائين ايمسٽرڊيم يونيورسٽي ۾ تجارتي ۽ شخصي بين الاقوامي قانون جو پروفيسر رهيو. هن 1869ع تي پنهنجي دوستن سان گڏجي بين الاقوامي قانون ۽



تقابلي قانون سازيءَ جي جائزي جو هڪ رسالو "Review of International Law and of Comparative Legislation" ڪڍيو. هن 1873ع ۾ بين الاقوامي قانون جو هڪ ادارو بہ قائم ڪيو. 1893ع ۾ ايسر ڏچ حڪومت تي زور ڏنو تہ هن بين الاقوامي خانگي قانون (Private Law) وحدت جي لاءِ هيگ ڪانفرنس سڏرائي. جيڪا ڪانفرنس 1893ع ۾ ٿي ۽ جنهن اڳتي هلي هڪ مضبوط اداري جي صورت اختيار ڪري ورتي.هو 12-1911ع ۾ بين الاقوامي بلز آف ايڪسچينج سان لاڳاپيل قانون جي هڪجهڙائي جي لاءِ ٿيڻ واري ڪانفرنسن جو صدر بہ رهيو. ايسر 1893ع ۾ ڏچ اسٽيٽ جي ڪائونسل جو ميمبر ٿيو. 1899ع ۽ 1907ع جي هيگ امن ڪانفرنسن ۾ هن نيدرلينڊ جي منڏوب جي حيثيت سان شرڪت ڪئي. ايسر 29 جولاءِ 1913ع تي هيگ ۾ گذاري ويو.

**توپا**: اهي ملاح ۽ مهاڻا، جيڪي ڍنڍن، واهن ۽ درياهن ۾ ٽبي هڻي مڇي ماريندا آهن.

**توپائي ٽُرهو** (Bathyscaphe): سمنڊ ۾ واجهہ بنان گهڻي اونهائيءَ ۾ ٽُبڻ جو اوزار، جنهن ۾ ويهڻ لاءِ اِسٽيل جي ٺهيل ڪئبن (Cabin) لڳل هوندي آهي. هيءُ اوزار زيرآبيءَ (Sub-Marine) شڪليو ٽرهو ٿئي ٿو، جنهن ۾ پرتي لاءِ ڳرو بوج (Ballast) وڌل هوندو آهي تہ اُهو پاڻيءَ ۾ هيٺ



وڃي سگهي. ان ۾ پاڻيءَ کان هلڪو پاڻيٺ (Liquid) بہ جدا هڪ ٽانڪيءَ ۾ پريل هجي ٿو تہ اُن جي اوٽڪ ٿي، آخر ۾ پرتي جي بوج کي ڪڍي پاڻيءَ ۾ اڇلائجي، تہ سڄو ٽرهو خودبخود تري پاڻيءَ مان ٻاهر نڪري اچي.

**توپٽي، ڪيناڙي، ڪينو** Herring Gull/*Larus argentat*: 60 سينٽي ميٽر جسامت واري هن ڪيناءَ پکي جا نر ماد هڪجهڙا ٿين ٿا. مختلف مندن ۽ عمر جي مختلف حصن ۾ هنن جو رنگ بدلبو ٻيو آهي. اونهاري ۽ بهار ۾ رنگ اڇو هوندو اٿن. مٿو اڇو، پُٺي ۽ پَر سرمائي. پرن جو مٿيون پاڳو روپلو، پرن جون پڇڙيون ڪاريون ٿين. جن جي ڇيڙن تي اڇا گول چٽ ۽ نشان ٿين ٿا. هن جي چهنب پيلي هوندي آهي، جنهن جي هيٺئين پاسي ڳاڙهو ٽڪو ٿيندو



اٿس. هن پکيءَ جي ٽنگن جو رنگ پيلو گلابي هوندو آهي. ان جي چهنب کي ڪاري يا ناسي نوڪ ٿيندي آهي. سياري ۾ ان جي ڪنڌ تي ناسي چٽا ۽ ليڪا ڏسبا آهن. نابالغ پکيءَ جي پٺي گهري ناسي ۽ هيٺيون جسم هلڪو ناسي ٿئي ٿو، جنهن تي دڙڳ دڙڳ ۽ ليڪا هوندا آهن.

**توپو**: پاڻيءَ ۾ ٽٻيون هڻندڙ غوطہ خور. خاص پيشہ ور، جيڪو واهہ، درياهہ يا سمنڊ مان ٽٻيون هڻي هڏل شيون، ماڻهو وغيرهہ ڪڍي ڏئي يا وري موتي ۽ سپون ڪڍي.

**توپو**[2]: هڪ قسم جو آبي پکي، جيڪو اُڏامندي ٽٻي هڻي، پاڻيءَ مان مڇي ڪڍي ويندو آهي.

**توپو**[3] Pied Kingfisher/*ceryle rudis*: 30 سينٽي ميٽر جسامت جو هي چٽڪمرو توپو پنهنجي نسل ۾ سڀ کان ماهر شڪاري پکي آهي. هي پکي رنگ جو اڇو ڪارو (چٽڪمرو) ٿئي ٿو، ان جو مٿو ڪارو ٿئي، جنهن



تي چوٽڙي هوندي اٿس. هن جي پُڇي اڇي آهي. اک جي مٿان افقي اڇو پٽو ۽ اک جي پوپان ڪان ڪلهي تائين عمودي پٽو هوندو اٿس. چهنب ڊگهي، مضبوط، نوڪدار ۽ معمولي خمدار ٿئيس ۽ پڇ جي اندرئين پاسي اڇا ڪارا افقي پٽا هوندا اٿس. نر ۽ ماديءَ جي رنگن ۾ ٿورڙو فرق ٿئي ٿو. نر جي ڇاتيءَ تي هڪ سوڙهو ۽ هڪ ويڪرو پاسيرو پٽو ٿئي ٿو. ماديءَ جي ڇاتيءَ تي هڪ پاسيرو پٽو هوندو آهي.

ٽوبو واهن، ڍنڍن، تلائن تي هر هنڌ ڏسبو آهي. تاريءَ تي ويهڻ مهل پڇ هيٺ مٿي پيو ڪندو آهي. مڇي مارڻ جو تمام ماهر آهي. هوا ۾ هيليڪاپٽر وانگر بيهي پَرَ پيو هڻندو ۽ اوچتي ٽٻي هڻي جڏهن پاڻيءَ مان نڪرندو ته چهنب ۾ ضرور مڇي هوندس. جيڪڏهن سندس وات ۾ مڇي نه هوندي ته پڪ ٿي پڪ هن ڪنهن وڏي مڇيءَ تي حملو ڪيو هوندو جيڪا هو ڪڻي نه سگهيو هوندو پر ان کي اهڙو زخمي ڪيو هوندائين، جو اها ان زخم کان مري پئي هوندي.

**ٽوين واري:** تعلقي ساماري جي هڪ ديهه جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن. رئيس محمد حسن پرڳڙي، عبدالغفور آرائين، قاضي محمد عمر، محمد اسماعيل مومن، شو نقي مل ماڙهي. امير بخش ڪپري ۽ حاجي سجاول ۽ دودو خاصخيلي.

**ٽوبو:** پاڻيءَ جو ننڍڙو ڇُيو يا ننڍڙي ڪَڏ. جابلو ايراضيءَ ۾ پاڻيءَ جو اهو ڇُيو، جنهن مان ڪيترو به پاڻي ڪڍجي، پر پاڻيءَ جي ڪَرَ ساڳي رهي. چولستان ۾ ٿر جا ٽوبا مشهور آهن.



**ٽوپو چشمو:** تعلقي قنبر جي ديهه ڪوهستان ۾ هي ڏاڙهياري جبل جي اولهه ۾ "ڪڙي" تي واقع آهي. هي چشمو سارو سال هتان جي آباديءَ کي پاڻي رسائي ٿو جنهنڪري چوڌاري ساوڪ اٿس. هني ٻاري کي مال کان بچائڻ لاءِ پٿرن يا ڪانڊيرن جا لوڙها ڏنا ويا آهن. "سائي" ۽ "سيتا نئن" هن چشمي کي پاڻي رسائين ٿيون.

**ٽوپ:** گاهه جو هڪ قسم. جيڪو وڏي پاڻيءَ ۾ اُسرندو ۽ گهاٽو ڄمندو آهي. هي گاهه مڇيءَ جي سٺي خوراڪ آهي. ٽوپ گاهه جا پن سوڙها ٿيندا آهن. چوپايو مال ٽوپ گاهه کي نه کائيندو آهي، پر ڇيلري مڇي ٽوپ گاهه کي کائيندي آهي.

**ٽوپُ:** هڪ قسم جي ڊگهي ٽوپي. فقيرن جي مخروطي ٽوپي. جيڪا ڪنن ڪان به هيٺ لڙيل هجي.

**ٽوپاز** (Topaz): هي معمولي قسم جو جواهر آهي. جيڪو عام طور شفاف ٿئي ٿو پر ان جا مختلف رنگ به ٿين ٿا. جهڙوڪ: زرد، سونهري، بي رنگ، سرمئي، آسماني، گلابي، بنفشي وغيره. ڪيميائي ماهيت جي اعتبار کان هي المونيم ۽ فلورين جو سليڪيٽ ٿئي ٿو هن جي سختيءَ وارو درجو 8 ٿئي ٿو زرد رنگ ٽوپاز ڏسڻ ۾ پکراج معلوم ٿئي ٿو قديم زماني ۾ ٽوپاز جو استعمال گهٽ عام هو. هندستان ۾ هي پنجين صدي ق. م کان جواهر طور استعمال ٿي رهيو آهي. زرد رنگ جي ٽوپاز کي گهٽ ڪرڻ سان ان جي رنگت ختم ٿي ويندي آهي، پر ان جي ابتڙ هڪ قسم جي ڪوئلي سان گڏ ساڙڻ سان گلابي رنگت اختيار ڪندو آهي ۽ گلابي ٽوپاز جي نالي سان وڪرو ٿئي ٿو ٽوپاز جا قلم ڪافي وڏي جسامت تائين ملن ٿا. مثال طور: پرتگال جي شاهي جواهرن ۾ براگانزا نالي جو هڪ ٽوپاز آهي.

**ٽوپلو:** ويڪرن ڪنارن سان انگريزي ٽوپي، جيڪا پائڻ لاهڻ ۾ آسان ٿيندي آهي، ان جو چوڌاري وريل ڇاڄو اڪين کي اُس کان بچاءَ ڪري هوندو آهي.

**ٽوپڻ داس ڪندن مل، جيوترا ماٽي:** ٽوپڻداس ڪندن مل جو جنم، 10 جنوري 1924ع تي تعلقي سيوهڻ جي ڳوٺ ٻوبڪ ۾ ٿيو. تعليم سنڌي فائنل تائين هئس. ٻاڻ کي هڪ راڳيءَ، شاعر ۽ ليکڪ طور متعارف ڪرايائين. سندس شايع ٿيل ڪتابن ۾ "شري اڏيرو لعل سائين" (11 ڀاڱا)، "گرهستي گل" (1962ع)، "اڇوڪو عجيب احوال"، "آدم لاءِ اشارو" (1971ع) ۽ "امر درويشي ڪلام" (1976ع) شامل آهن. ان کان سواءِ هن ڪيترائي ڪلام پڙهيا، جيڪي آل انڊيا ريڊيو ۽ دور درشن تان نشر ٿيا. هن وقت هندستان جي شهر پوني ۾ رهي ٿو.

**ٽوپڻ ڏاهري**: ضلعي سانگهڙ جي تعلقي شهدادپور ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

امان الله ڏاهري، تاج محمد ڏاهري، شاهه محمد عمراڻي، خميسو بروهي، حاجي مريد جُهلڻ، مگيو خيل، مريد چن، غازي چن، گل حسن ڏاهري، خير خان رند، حاجي محمد اسماعيل چن، علي محمد بروهي، سنڌو خان رند ۽ حاجي بروهي.

**ٽوپڻ شيخ**: هي سيوهڻ جي بزرگن مان هو. سندس مزار شهر کان ٽن ڪوهن تي جبل اندر واهي واري چشمي تي آهي. قاضي ڏتو ۽ سندس پائر قاضي ادريس ۽ قاضي عبداللطيف هن جا همعصر بزرگ ۽ ملاقاتي هئا. وفات کان پوءِ ڪنهن شخص سندس قبر جي مٿان قبو جوڙايو هو. هن جي مزار تي اڪثر ماڻهو واريءَ سان ڪنو پري رکندا آهن. ٻئي ڏينهن اها واري زمين ۾ ڇٽي ڪيڙ ڪندا آهن. سندس چوڻ موجب ائين ڪرڻ سان سندس فصل پلو ٿئي ٿو. ان کان سواءِ به ڪيترين روايتون هن بزرگ ڏانهن منسوب آهن.

**ٽوپي**: قومن جي ثقافت سندن ريتن، رسمن ۽ لباس مان سجاتي ويندي آهي. لباس هڪ اهڙي شيءِ آهي جنهن ڪي ڏسڻ سان ئي سمجهي وڃبو آهي ته هي ڪهڙي علائقي يا قوم جو ماڻهو آهي. سنڌي ٽوپي به سنڌي ثقافت جو هڪ حصو بڻجي چڪي آهي. اڄڪلهه سنڌي ماڻهو ۽ خاص طور نوجوان طبقو ٽوپي پائڻ جو شائق آهي. شاديءَ جي وقت ٽوپي سنڌي ڳاني ۽ چلو سنڌي گهوٽ لاءِ لازمي سينگار سمجهيا وڃن ٿا. ٽوپي جو سنڌي لوڪ ادب، ثقافت، تهذيب ۽ ريتن رسمن ۾ وڏو عمل دخل ٿي چڪو آهي. شاديءَ توڙي ٻين خوشي جي موقعن تي عورتون ان بابت سهرا ۽ ڳيچ ڳائينديون آهن. ٽوپيءَ جو فن ايتري قدر ترقي ڪري چڪو آهي ۽ ايترو مقبول ٿي چڪو آهي، جو مشرق وسطيٰ ۽ يورپي ملڪن ڏانهن يا ٻين قومن جي دوستن يارن لاءِ سوکڙيءَ طور موڪليو وڃي ٿو. ٽوپيءَ جي قيمت جو مدار ان جي بناوت تي آهي.



هڪ روايت موجب سنڌ ۾ جڏهن بلوچ قومن جي آمد ٿي ۽ سنڌي ۽ بلوچي تهذيبن جو هڪ ٻئي سان ميلاپ ٿيو ته ڪيترين ڳالهين ۽ ريتن رسمن جي ڏي وٺ کان سواءِ سنڌي لباس ۾ جيڪا بلوچن کان نئين ڳالهه آئي، سا ٽوپي هئي، پر بلوچ اڪثر ٽاٽ واري سخت ٽوپي پهريندا هئا. سنڌ ۾ وري نرم ٽوپي پسند ڪئي ويندي هئي. شروع ۾ سنڌي ماڻهو ٽوپ ڪو نه پائيندا هئا، پر مٿي تي ڪو ڪپڙو پٽڪي جي صورت ۾ ٻڌندا هئا. ان وقت هر سنڌي ماڻهوءَ لاءِ مٿو ڍڪڻ لازمي هوندو هو جو سنڌي تهذيب ۾ مٿي اگهاڙي ماڻهوءَ کي چڱو نه سمجهيو ويندو هو ان زماني ۾ پٽڪي کان علاوه ماڻهو ٽوپيون به پائيندا هئا. اهي ٽوپيون گهڻو ڪري ٻن قسمن جون هونديون هيون. انهن مان پهرئين قسم جون ٽوپيون، جيڪي صرف شڪارپور ۾ ٺهنديون هيون ۽ اڄ تائين ٺاهيون وڃن ٿيون. اهي ڪپڙي جون ٺهيل هونديون هيون، اهي ٽوپيون ڪپڙي جا ٻه ٽه پاڙ ۾ ملائي، انهن جي اندران رليءَ وانگر پراءِ وجهي ٺاهيون وينديون هيون. انهن ٽوپين کي محراب وغيره ڪو نه هوندو هو پر پوريون گول هونديون هيون. اهي ٽوپيون اڪثر ڪري شرفاءِ ۽ نمازي پائيندا هئا. سنڌ ۾ ٻئي قسم جون ٽوپيون هندستان جي ورهاڱي کان اڳ ڪثرت سان ۽ هاٿي ڪتي ڪتي استعمال ٿين ٿيون. اهي ٽوپيون هندو ۽ مسلمان ٻئي پائيندا هئا. اهي ٽوپيون گهڻو ڪري اڇي ڪپڙي جي ٿهن جون ٺهيل هونديون هيون، پر موجوده ٽوپين وانگر انهن تي ريشم ۽ زريءَ جي گلڪاري ٿيل هوندي هئي. ڪن ٽوپين تي ٽڪون به لڳايون وينديون هيون ۽ ڪن ٽوپين تي مٿان وچ تي ڦندڻ وانگر گل لڳل هوندو هو. هن وقت سنڌي ٽوپي جي سنڌي لباس ۾ مڃيل حيثيت ۽ اعليٰ مقام آهي. هن وقت جيڪا ٽوپي عام جام ڏٺي وڃي ٿي ۽ سنڌي توڙي بلوچ قومن جا ماڻهو. بنا پٽڪي جي پائن ٿا انهن جي اها ئين صورت آهي. ائين ڪٿي چئجي ته سنڌ ۾ ٽوپ سازيءَ جو موجوده دور ٽيون دور آهي. انهن ٽنهي دورن جو ذڪر هيٺ ڏجي ٿو:

**پَٽ**: برصغير هندوستان ۾ جڏهن سنڌ بمبئي پرڳڻي سان ڳنڍيل هئي، ان زماني ۾ سنڌ ۾ ڪشمير کان هڪ قسم جو اوچو ۽ قيمتي ريشيدار پٽ يا ريشم جدا جدا رنگن ۾ وڪري لاءِ ايندو هو. ان ريشم مان تمام گهڻا ٽوپ ٺاهيا ويندا هئا ۽ انهن ۾ ڪاوا (ٽڪون) يا ستارون جڙيون وينديون هيون. اهو ٽوپ جو پهريون دور ليکيو وڃي ٿو. ان دور ۾ ٽوپ نرم ڪپڙي مان ٺاهيو ويندو هو ۽ ريشمي ڌاڳي سان ٽڪون جڙيون وينديون هيون. ٽوپ جو محراب اڌ گول ڪٽيل هوندو هو ۽ ان ٽوپ جي مٿان سنڌي ماڻهو پٽڪو ٻڌندا هئا، جيڪو پٽڪي جي پوري وچ مان ٻاهر نڪتل هوندو هو. عام حالتن ۾ ته ٽوپ جو اهو نمونو هينئر ختم ٿي ويو آهي. پر پٽڪو پائيندڙ ماڻهو اڃا تائين ان نموني جو ٽوپ استعمال ڪن ٿا.

**سُرمي وارو دور**: ٽوپ جي صنعت يا ڪاريگريءَ ۾ ٻيو موڙ اهو آيو جڏهن ڪاون يا ٽڪن بدران چمڪ لاءِ سرمو استعمال ٿيڻ لڳو. ٽوپي ڪنهن سني ريشمي ڪپڙي مٿان جيڪو اڪثر ڪري ڪاري رنگ جو هوندو هو. سرمي جي رنگدار لڙهين کي وڏي فن ۽ مهارت سان اهڙي نموني جوڙي ٺاهي ويندي هئي جو مٿي تي پائڻ سان اهو ٽوپ اُس جي ڪرڻن پوڻ ڪري ڪنهن تاج وانگر چمڪندو هيو.

**زريءَ ۽ سيم وارو موجوده دور**: هي دور، ٽوپ/ ٽوپيءَ جي فن جو ٽيون يا موجوده دور ليکيو وڃي ٿو. هاڻي ٽوپين تي مختلف رنگن جهڙوڪ سائي، ڳاڙهي، سونهري يا سفيد زريءَ جو ڪم ڪيو وڃي ٿو. ان زريءَ وسيلي ٽوپيءَ تي مختلف ڊزائينون تيار ڪيون وڃن ٿيون. جن ۾ گول، اڌ گول، چورس، مستطيل، پان، ڪنڊون، پن، گل ۽ ٻيا نقش اپاريا وڃن ٿا. هن ٽوپيءَ جو چِندو توڙي پت ڪپڙي جي ٽن يا چئن حصن کي ملائي، ان ۾ اندر پلاسٽڪ يا بڪرم وجهي تمام سخت ڪري ٺاهيون وڃن ٿيون ۽ پوءِ انهن جي مٿان زريءَ جو ڪم ڪيو وڃي ٿو. هن قسم جي ٽوپين ۾ ريشم استعمال نه ٿيندو آهي. موجوده دور جي ٽوپين ۾ اهي ٽوپيون به اچي وڃن ٿيون، جيڪي ريگزن يا چمڙي مٿان رنگين يا سفيد سيم جي جڙاوت يا پرائيءَ وسيلي ٺاهيون وڃن ٿيون. سيم جي پرت کان پوءِ باقي رهيل حصن يا خانن ۾ زريءَ جو پرت استعمال نه ٿيندو آهي.

سنڌ ۾ ٽوپين جي هنر لاءِ ڪي الڳ صنعتون يا ڪارخانا قائم ٿيل نه آهن، پر اهو ڪم ورثي طور گهرن ۾ هلندو اچي ٿو. سنڌي عورتون يا بلوچ

عورتون پنهنجن گهرن ۾ اهو ڪم ڪن ٿيون ان ڪم ۾ اهي عورتون اهڙي مهارت رکن ٿيون، جو ڏسي عقل دنگ رهجيو وڃي. ٽوپيءَ تي جنهن نموني پرت جو ڪم ريشمي ڌاڳي يا زريءَ سان ڪن ٿيون، يا ان ۾ ٽڪون جڙين ٿيون، انهن کي ڏسي اعتبار ئي ڪو نہ ايندو تہ ڪي گهرو ۽ اڻ پڙهيل عورتون صرف سئي ۽ سڳي جي مدد سان اهڙو ڪم ڪري سگهن ٿيون. هيءَ هڪ حقيقت آهي تہ سنڌ جي ڳوٺن ۾ رهندڙ ٻهراڙيءَ جون عورتون گهرو ڪم ڪار کان فارغ ٿي،



واندڪائيءَ جي وقت ۾ مختلف نمونن جون ٽوپيون ٺاهينديون آهن. اڳي اهو ڪم پنهنجن مردن يا ٻارن لاءِ ڪنديون هيون، پر هينئر جڏهن سنڌ ۾ ٽوپي عام ٿي وئي آهي ۽ اڪثر پڙهيل توڙي اڻ پڙهيل ماڻهو پوءِ اهو بلوچ هجي يا سماٽ ذاتين مان ٽوپي پائي ٿو ۽ ان جي گهرج تمام وڌي وئي آهي، تنهن ڪري عورتون هاڻي وڪڻڻ لاءِ ٽوپيون ٺاهين ٿيون.

شهرن ۾ سنڌي هنرن جهڙوڪ رلين، ٽوپين، اجرڪن ۽ گجن وغيره جا وڏا وڏا دڪان کلي پيا آهن. جتي ٻهراڙيءَ جي عورتن جا ٺهيل ۽ گهرو هنر جا فن پارا خريد ڪري سگهجن ٿا. اڄوڪي دور ۾ ٽوپي پائڻ فيشن ۾ شامل ٿي ويو آهي ۽ سنڌي ماڻهوءَ جي خاص نشاني ٿي پيو آهي. ملڪ جي ڪهڙي بہ حصي ۾ ماڻهو ٽوپي پائي ويندو تہ هڪدم ڪيس سڃاڻي وٺبو تہ هي سنڌي آهي.



**سنڌي ٽوپيءَ جي بناوت ۽ اهميت:** پهرين دور ۾ سنڌي ٽوپي بہ موجوده دور واري ٽوپي وانگر هوندي هئي. فرق صرف اهو هو تہ اڳي ٽوپيءَ جي اڏو وارو ڪٽيل ٽِڪندو، جنهن کي محراب سڏبو آهي. سو ٽڪندي جي بدران اڌ گول ڪٽيل هوندو هو. باقي ٻنهي دورن ۾ محراب ٽڪندي وانگر ڪٽيل ٿئي ٿو. محراب ۾ ٽي ڪندون ٿينديون آهن، جن مان ٻہ لونڊڙين وٽ ۽ هڪ نرڙ جي پوري وچ تي هوندي آهي.

ٽوپيءَ ۾ گول پٽ ٿيندي آهي، جنهن ۾ اڳيان محراب ڪٽيل هوندو آهي. ٽوپي جي چٽ کي "چندو" چئبو آهي. ٽوپي جي گول پٽ مٿان اهو چندو ڳنڍيو ويندو آهي پٽ کي محراب وانگر ڪٽي ان کي مختلف ڊزائين تي، ريشم، زريءَ يا سيم سان پريو ويندو آهي. ان کان پوءِ ٽوپيءَ جو چندو پري، پٽ سان ٽوپيو ويندو هو. جنهن ڪري ٽوپي نرم رهندي هئي ۽ مٿانئس پٽڪو سولائيءَ سان ٻڌي سگهبو هو. هاڻي ٽوپيءَ ۾ اندر ريگزن يا بُڪرم استعمال ڪيو وڃي ٿو تہ جيئن ٽوپي سخت ۽ ڪڙي تڙي ٿي بيهي.

ٽوپ ۽ ٽوپيون مختلف نمونن جا ٺهيل ٿين ٿا. گهڻو ڪري هر ٽوپي، ٻيءَ ٽوپيءَ کان نموني ۾ مختلف ٿيندي آهي. جيئن تہ ٽوپيون مختلف ڳوٺن ۽ مختلف گهرن ۾ ٺهن ٿيون، تنهن ڪري انهن جو نمونو ساڳيو پر ڊزائينون مختلف ٿين ٿيون. انهن مان خاص گولڙي، چوڪڙي، لرزن تي، پان چاپ ۽ گلن واريون ڊزائينون آهن. سنڌي ٽوپي هوئڻ تہ لباس جو هڪ اهم جز آهي ۽ ان ڪانسواءِ لباس اڻ پورو ليکيو وڃي ٿو پر ان جي جيڪا خاص اهميت آهي ۽ جيڪا کيس ٻين قسمن جي مٿي ڍڪڻ وارين شين کان ممتاز ڪري ٿي، سا آهي سندس محراب وارو حصو محراب جي ڪري نرڙ وارو حصو خالي رهي ٿو جنهن ڪري چهري جي خوبصورتي بہ وڌي ٿي ۽ نمازين کي نماز پڙهڻ ۾ بہ آساني ٿئي ٿي. ٻين ڪنهن بہ قسم جي ٽوپيءَ ۾ اها خاصيت موجود نہ آهي.

**ٽوپيءَ جي هنر جا خاص مرڪز:** ٽوپ سازي سنڌ جي ٻهراڙيءَ جو خاص فن آهي ۽ ڳوٺاڻيون عورتون اهو ڪم نفاست سان ڪنديون آهن. تنهن ڪري ٽوپيون سنڌ جي تمام گهڻن ڳوٺن ۾ ٺاهيون وڃن ٿيون، پر سنڌ جا جيڪي ڳوٺ يا ننڍا شهر هن فن جي ڪري مشهور آهن. سي آهن ضلعي جيڪب آباد جو تعلقو ڳڙهي خيرو ۽ ميرپور ٻرڙو، ان ڪانسواءِ ڪنڌڪوٽ، غوثپور، ٺل، ضلعي سکر ۾ پنوعاقل، ڪنڊرا، گهوٽڪيءَ ۾ ڏهرڪي، خانپور مهر ۽ شڪارپور جي تعلقي ڳڙهي ياسين جو هڪ ڳوٺ ڇُتي ديہ. لاڙڪاڻي ضلعي جا تعلقا ميرو خان، شهدادڪوٽ، قمبر، رتوديرو ۽ مٺياري ضلعي ۾ هالا، نيوسعيد آباد وغيره بہ هن فن سبب ڪافي مشهور آهن. ان کان سواءِ دادو ضلعي جي ڪن ڳوٺن ۾ بہ هي فن تمام گهڻو آهي. مطلب تہ ڪثير يا محدود تعداد ۾ ٽوپي سازيءَ جو فن سڄيءَ سنڌ ۾ پکڙيل آهي.

تازو 6 ڊسمبر 2009ع تي سڄي سنڌ سميت دنيا ۾ رهندڙ سنڌين، سنڌي ٽوپيءَ جو ڏهاڙو شاندار نموني سان ملهايو. جنهن تحت هنڌين ماڳين رهندڙ ماڻهن سنڌي ٽوپيون، اجرڪ ۽ ثقافتي لباس پهري خوشيون ملهايون ۽ مختلف تقريبون منعقد ڪيون. چيو وڃي ٿو تہ اهو ڏهاڙو هر سال ملهايو ويندو.

**ٽوپي ٽڪري:** هيءَ ٽڪري تعلقي قمبر جي ديهہ ڪوهستان، تپي ۽ يونين ڪائونسل غيبي ديري ۾ واقع آهي. هيءَ ٽڪري پري کان ڏسبي، تہ گول ٽوپ وانگر پاسندي، هن جي اولهہ طرف قدرتي مورچا ۽ غارون جڙيل آهن، هتي ڪا بہ سواري وڃي نہ ٿي سگهي، هيءَ ڌاڙيلن جي رهائشگاهہ جي حوالي سان بہ مشهور رهي آهي.

**ٽور:** هلڻ جو انداز، لوڏ. سهڻي نموني سان هلڻي: ناز نخري سان هلڻي، آهستي آهستي پير کڻي هلڻ چوندا آهن. مور پکيءَ کي پنهنجي ٽور تي ناز هوندو آهي.

**ٽوري:** هن نالي سان سنڌ جي جدا جدا ضلعن ۾ ڪي ديهون ۽ ڳوٺ آهن، جن جو تفصيل هيٺينءَ ريت آهي.

ضلعي دادو جي تعلقي جوهيءَ ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ٽوري هوت خان شاهاڻي، ڪورائي، رمضان ۽ احمد.

ضلعي خيرپور جي تعلقي گنبٽ ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ٽوري ڏاتو، سرائي غلام اڪبر، نورمحمد جاگيراڻي، ناريجا، حاجي محمد مراد، حاجي ابراهيم ۽ غلام جعفر ناريجو.

ضلعي نوابشاهہ، تعلقي سڪرنڊ ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ 9 ڳوٺ شامل آهن:

حاجي محمد خاصخيلي، حاجي پنهون جمالي، ڄام ڏاهري، حاجي ابراهيم دستي (پريتم آباد)، حاجي امام دين بروهي، محمد موسيٰ خاصخيلي، دوست آباد، جعفر خاصخيلي ۽ علي مراد جمالي.

**ٽوڙو:** ننڍو جبل يا جبل جو ننڍو حصو، جيڪو وڏي جبل جي ڪڇ ۾ ٻورو ٻاهر تي نڪري آيو هجي. اهڙو ٽڪر يا جابلو پٿرن جو وڏو ڍڳ، جنهن جي اوچائي سؤ فوٽن کان وڌيڪ نه هجي. لکيءَ جي پرسان واري جبل کي ”پڳو ٽوڙو“ چوندا آهن. (ڏسو: پڳو ٽوڙو)

**ٽوڙو:** ٻيرن ۾ پائڻ لاءِ هڪ قسم جي ڳهه کي به ٽوڙو چوندا آهن.

**ٽوڙهي ڦاٽڪ وارو واقعو:** هيءُ واقعو جنرل ضياءَ جي مارشل لا واري دور ۾ پيش آيو، جنهن 1977ع ۾ پ.پ.پ جي عوامي حڪومت کي سازش سان ختم ڪري، آمريت مڙهي ۽ ساڳئي وقت مزاحمت ڪندڙ هر طبقي کي تشدد ۽ جبر جو نشانو بڻايو ويو. انهيءَ ئي دور ۾ سازش تحت سنڌ جا تعليمي ادارا تباهي ڪناري آندا ويا، ڪلاشنڪوف ڪلچر عام ٿيو، ڌاڙيل پيدا ٿيا ۽ ڳجها هٿ وطن دوست نوجوانن کي به نشانو بڻائڻ ۾ مصروف هئا. ان جو وڏو ثبوت ٽوڙهي ڦاٽڪ وارو واقعو آهي، جيڪو 17 آڪٽوبر 1984ع تي سنڌي شاگردن سان پيش آيو. علم جي سرزمين ڄامشوري جي سنڌ يونيورسٽيءَ، مهراڻ يونيورسٽيءَ ۽ لياقت ميڊيڪل ڪاليج (هاڻوڪي يونيورسٽي) جا گهڻا شاگرد جڏهن لاڙڪاڻي جي چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج ۾ نون شاگردن کي ڏنل آجياڻي تقريب ۾ شرڪت لاءِ يونيورسٽيءَ جي بسن ۾ نڪتا ته رستي ۾ مانجهند پرسان ٽوڙهي ڦاٽڪ بند هئڻ سبب ڪين ترسڻو پيو. اوچتو ورديءَ ۾ هڪ آفيسر آيو، جنهن بسن کي ٽوڙهي واري ميدان ۾ لاهڻ جو حڪم ڏنو. شاگردن ان آفيسر کان سبب پڇيو، پر ان دوران اوچتو اوسي پاسي ۾ لڪل قانون نافذ ڪندڙ اهلڪارن شاگردن جي بسن تي شديد فائرنگ ڪري ڏني، ان ڦهري ڪارروائيءَ ۾ هيٺي بسون تباهه ٿيون ۽ گهٻراهٽ مان زخمي ٿيل شاگرد هڪ ٻئي مٿان ستجي ڪري پيا، پر فائرنگ جاري رهي، نتيجي ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جا ٻه شاگرد انور عباسي، امان الله وسطڙو، مهراڻ يونيورسٽيءَ جا ٻه شاگرد عبدالمالڪ خشڪ ۽ ذڪريا ميمڻ شهيد ٿي ويا. انهن ڇئني شاگردن سان گڏ بس جو ڊرائيور ملو بليدي پڻ شهيد ٿيو ۽ ٻين سيني شاگردن کي جسم تي گولين ۽ شيشن جا زخم رسيا. اهو منجهند جو ٽائيم هو، پر وحشي سوچ رکندڙ انهن اهلڪارن طبي امداد ڏيارڻ بجاءِ ڪجهه شاگرد اڳواڻن کي پٽ تي زخمي حالت ۾ اونڌو سمهاري وڌيڪ تشدد ڪيو ۽ شهيدن جا لاش شام تائين اتي ئي پيل هئا ۽ اسپتال بجاءِ ڪيترن ئي زخمي شاگردن کي گرفتار ڪري جيل اماڻيو ويو.

افسوس ته اهو جوان قيامت خيز واقعي کي ڪوڙو رنگ ڏيئي سرڪاري ٽي. ويءَ تي خبر نشر ڪئي وئي ته انهن بسن ۾ ڏوهاري هئا، جن ٽوڙهي ڦاٽڪ وٽ بيٺل پوليس تي بلا جواز فائرنگ ڪئي ۽ جوابي فائرنگ سان گڏ پنهنجي فائرنگ ۾ سندن پنج ساٿي مارجي ويا! پر اهو ڪوڙ جٽادار ثابت نه ٿي سگهيو ۽ صبح سان ئي اصل حقيقت سڄيءَ سنڌ ۾ ڦهلجي وئي ته اهي ڏوهاري نه پر سنڌ ۽ مهراڻ يونيورسٽين جا شاگرد هئا. ان واقعي خلاف غم ۽ غصي ۾ عام ماڻهو به مزاحمت ۾ روڊن تي نڪري آيا ۽ ڪيترائي ڏينهن سوڳ ۾ تعليمي ادارا بند رهيا. ان ردعمل ۽ عوامي دٻاءَ سبب بس مان گرفتار ڪيل شاگردن کي آزاد ڪيو ويو، تن مان گل محمد جکراڻي، ستار موريو، اقبال تنيو، ڊاڪٽر دودو مهيري، عمر زرداري، نذير تنيو ۽ سڪندر ميراڻيءَ کي قيد رکيو ويو، هي مشهور ڪيس، ناميارو جسٽس (ر) عبدالسلام ٿهيم هلايو هو.

ٽوڙهي ڦاٽڪ واقعي ۾ شهيد ٿيل شاگردن کي اڄ به عوامي توڙي سياسي ڌرين ۾ ياد ڪيو ٿو وڃي ۽ سندن هر سال ورسي پڻ ملهائي ويندي آهي.

**ٽوڙي:** ضلعي ۽ تعلقي ميرپورخاص ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

اوطاق غلام نبي شاهه، اوطاق علي نواز شاهه، اوطاق غلام حيدرشاهه، اوطاق قربان علي شاهه، حمير خاصخيلي ۽ اوطاق علي قطب شاهه.

تعلقي جوهيءَ ”ٽوڙي-1“ جي نالي سان ديهه موجود آهي، جنهن ۾ ڪوبه ڳوٺ شامل ناهي.

**ٽوڙي:** تعلقي ڳنبٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: ٽوڙي، ڏاتو، سرائي غلام اڪبر، نور محمد جاگيراڻي، ناريجا، حاجي محمد مراد، حاجي ابراهيم ۽ غلام جعفر ناريجو.

**ٽوڙي:** (راڳڻي): ٽوڙي ٺاٽ جي سمپورن راڳڻي آهي. ڪي ڌيوت کي وادي ڪري سمجهن ٿا ته ڪي گنڌار کي. آروهي ۾ رکب دربل اُتس. هن جي ڳائڻ جو وقت ٻپهري آهي، ڌيوت کي وادي سر سمجهڻ گهرجي. اڄڪلهه ٽوڙيءَ جا ڪجهه قسم رواج ۾ آهن. گائڪ گهڻو ڪري شڌ مڌم به لڳائين ٿا. هن کي بلمپت لئي ۾ ڳائڻ گهرجي. هن راڳڻي جي خاص تان: ڌا ڌا — پا- ڌا- پا مي گا- را گا- را- سا- ني ڌا ني سا- گا- را گا- را- سا- ڌِا- نِي سا- گا- را گا — را سا- نِي ڌِا- پا- مي ڌِا- ني سا- ڌا- ني سا- را گا- مي گا- را گا- را سا آهي. هن جي آروهي: سا را گا مي پا ڌا ني ۽ امروهي: سا ني ڌاپا مي گا را سا آهي. وادي سُر: ڌيوت ۽ سموادي سُر: گنڌار آهي، ڳائڻ جو وقت: ٻپهري مقرر آهي.

**ٽوڙي بنگلو:** ڪنڊڪوٽ ۾ اريگيشن ريسٽ هائوس لڳ هيءَ عمارت 1902ع ۾ انگريزن جي ٺهرايل آهي. وڏي ايراضيءَ ۾ پکڙيل هن بنگلي ۾، وڏا وڏا هال ۽ ٻيون اڏاوتون، نوڪرن جي رهڻ جا ڪوارٽر وغيره آهن. اندر سوئمنگ پول به ٺهيل آهن.

**ٽوڪرو:** بانس يا لئيءَ جي ڪاٺين مان ٺهيل ٽوڪري يا ٽوڪرو، جيڪو هٽ ۾ ڪٽي بازار مان سودي وغيره وٺڻ لاءِ ڪم ايندو آهي. ٽوڪرو عموماً گول هوندو آهي، پر ڪڏهن ڪاريگر چورس به ٺاهيندا آهن. ميوي لاءِ به ٽوڪرو هوندو آهي.

**ٽوڪري**: لئي، ڪانن يا ٻين ٻوٽن جي تارين مان ٺهيل ننڍي ڇٻي، ٽوڪرو وڏو ٿيندو آهي ۽ ٽوڪري ننڍي ٿيندي آهي. عام طرح گهرن ۾ عورتون سيبي ٽوپي جو سامان، سُٽ، پٽ، سُيون، ٻٽڻ ۽ ڀانڪ وغيره ٽوڪريءَ ۾ رکنديون آهن. گلن رکڻ لاءِ به ٽوڪريون استعمال ٿينديون آهن.



**ٽوڪيو ٽاور، جاپان**: ٽوڪيو ٽاور سن 1958ع ۾ نشرياتي ٽاور جي حيثيت ۾ جپان جي شهر ٽوڪيو ۾ تعمير ڪيو ويو هو ۽ اهو ٽيليويزن سگنلن ۽ ايف. ايم ريڊيو جي نشريات تي ضابطي رکڻ سان گڏ ٽوڪيو شهر ۾ اطلاعات پهچائڻ ۽ گڏ ڪرڻ واري نظام تي به ضابطو رکندو آهي. انهن مکيه ڪمن کانسواءِ هي ٽاور هن علائقي جي هوا ۽ فضا جي آلودگيءَ بابت معلومات به گڏ ڪندو آهي.



هي ٽاور 333 ميٽر يعني 364 وال اوچو آهي ۽ پئرس شهر واري ايفل ٽاور کان 13 ميٽر وڌيڪ اوچو آهي. انهيءَ ريت هي ٽاور فولاد جو ٺهيل دنيا جو سڀ کان وڌيڪ اوچو ٽاور آهي، جيڪو ڪنهن ٽيڪ کان سواءِ پاڻ مرادو بيٺل آهي ۽ اڄ ڪلهه ٽوڪيو شهر جو هڪ معروف تفريحي ماڳ آهي. ٽاور ۾ ٻن هنڌن تي گئلريون ٺهيل آهن، جتان شهر توڙي ان جي آسپاس جي روح پرور نظارن جو ڏينهن دوران ديدار ڪري سگهجي ٿو انهن گئلرين مان هڪڙي 150 ميٽرن جي اوچائيءَ تي ۽ ٻي 250 ميٽرن جي اوچائيءَ تي ٺهيل آهي.

سن 1989ع ۾ ٽاور جي روشنيءَ واري نظام ۾ وڌيڪ سڌارو ۽ واڌارو ڪيو ويو. ان کان پوءِ ته اهو خالص روشنيءَ جو ٺهيل ٽاور نه، پر جهاز لڳي جيڪو آڪاس ساگر ۾ موجزن آهي. ڪرسمس جي موقعي تي هي ٽاور اهڙي انداز ۾ روشنين سان جرڪايو ويجي ٿو جو اهو هڪڙي شاهي ميڻ بتيءَ جي شڪل ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿو ٻي عالمي لڙائيءَ کان پوءِ 1950ع واري ڏهاڪي ۾ جاپان پاڻ کي هڪ ڀيرو ٻيهر دنيا ۾ اقتصادي سگهه طور ثابت ڪرڻ جو ارادو ڪيو ۽ ٽيليويزن ۽ ريڊيو جي نشريات ۽ مواصلات لاءِ هڪ شاندار ٽاور تعمير ڪرڻ جو منصوبو تيار ڪيو.

1960ع واري ڏهاڪي دوران شهر جي افق تي فقط اهوئي ٽاور موجود هو، پر پوءِ شنجوڪو (Shinjuku) ۽ اڪاساڪا (Ikasaka) وارن علائقن ۾ شيشي جا ٺهيل ٽاور به نمايان طور ڪڙا ڪيا. جن جي رنگ ۽ روپ جو جلوو ئي عجيب هو ليڪن ٽوڪيو ٽاور ۾ نصب ٿيل 164 بتين جي رات جي وقت ۾ مختلف مندن موجب ڦرندڙ ۽ تبديل ٿيندڙ روشنيءَ جو نماءُ پنهنجي مخصوص حسن کي ظاهر ڪري ٿو.

ڪجهه سال اڳي ٽوڪيو ٽاور تي گازيلا (Gozilla) نالي جيت مهلي اچي واسو ڪيو هو جنهن کي اسپري وسيلي ختم ڪيو ويو.

هن ٽاور کي ٺهئي اڌ صديءَ جو وقت گذري چڪو آهي، ان ڪري نشرياتي مقصد لاءِ سائتاما (Saitama) واري ماڳ تي هڪڙو نئون ٽاور تعمير ڪرڻ جي رٿا ناهي آهي، جيڪو ٽاور 500 ميٽر اوچو هوندو ۽ ان ۾ تمام وڏيون اينٽينائون نصب ٿيل هونديون، جن وسيلي مواصلات، اطلاعات ۽ نشريات جون تقريباً سموريون ضرورتون پوريون پيون ٿينديون.

**ٽوگو** (Togo): هن ملڪ جو سرڪاري نالو جمهوريه ٽوگو (Republic of Togolaise) ۽ پراڻو نالو فرينچ ٽوگولينڊ آهي. هن جي اتر ۾ برڪينافاسو، اوڀر ۾ بينن، ڏکڻ ۾ گني نار (ايٽلانٽڪ سمنڊ) ۽ اولهه ۾ گهانا آهن. ٽوگو هڪ ڊگهي سوڙهي ليڪ جي شڪل جهڙو ملڪ آهي. هن ملڪ جي ڪل پکيڙ 56790 چورس ڪلوميٽر (21941 چورس ميل) ۽ آبادي 52 لک 63 هزار آهي. گاديءَ جو هنڌ لومي (Lome) ۽ سڀ کان مٿانهون هنڌ پيڪو بائومان (بلندي: 986 ميٽر) آهي. هتان جي سرڪاري ٻولي فرانسيسي آهي، جڏهن ته ايوا ۽ ڪابري پڻ ڳالهائي وڃي ٿي. ٽوگو جي مکيه زرعي پيداوارا ۾ ڪوڪو، ڪساوا، ڪافي، مڪئي، ڪپهه، جوار، سورگم، ڪچالو، چانور، مگيرا، اناج، ميوا ۽ ڀاڄيون ۽ مکيه صنعتن ۾ سيمينٽ، اٽو پام آئل، ٽيڪسٽائيل، جوس، صابڻ، آئل، ريفائنري، هلڪي مشينري، بوٽ، فوڊ پروسيسنگ، پاڻ ۽ عمارتي سامان آهن. ٽوگو جي آزاديءَ جو ڏهاڙو 27 اپريل 1960ع آهي ۽ گڏيل قومن جي اداري (UNO) جي ميمبر شپ 20 سيپٽمبر 1960ع کان آهي.

**ٽوڳاچو**: تعلقي سانگهڙ جي هڪ ديهه جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن. ٻانڪو خان شر، ملير خان، واڍڪي، ڪمال دل شر، فقير محمد بچل، وليد خاصخيلي، امام دين ڪارو ۽ ڪوڙو رند.

**ٽولو**: گروهه، جٿو ڪن به ساهوارن جو ميڙ. ساهوارن جي هرهڪ قسم جي ٽولي لاءِ جدا نالو مقرر هوندو آهي، جهڙوڪ: اٺن جي ميڙ کي "وَڳُ" چوندا. مينهن جي ميڙ کي "ميهاڳُ" چئبو آهي. رڍن، ٻڪرين، ڊگهين جي ميڙ کي "گهر"، "گوهر" يا "ڌڻ" چئبو آهي. ڪتن جي ميڙ کي "لوڌ" چئبو آهي. فقيرن جي ميڙ کي "فقرا لڏو" چوندا آهن. چورن، ڌاڙيلن جي ميڙ کي "ٽولو" چوندا آهن. پکين جي ميڙ کي "ولر/ پَرو" چئبو آهي. ماڻهن جي ميڙ کي "گروهه" سڏيندا آهن. نمازين جي ميڙ کي "جماعت" چوندا آهن. سپاهين جي ميڙ کي "جٿو" چئبو آهي.

**ٽولهر/ ٽولر:** وڏي ڪاري جونءِ، جيڪا فقط مٿي جي وارن ۾ لٿي. جدا جدا هنڌن تي ان کي مختلف نالا ڏنا ويا آهن. پر عام طرح هن جونءِ کي ”ٽولهر“ سڏبو آهي. هيءَ جيت وارن جي پاڙن ۾ مضبوطيءَ سان چنبڙي، مغز جي ڪل مان رت پيئندو آهي ۽ اتي ئي واڌ ڪندو آهي، ان جي آنن کي ’هڏا‘ يا ’ليکون‘ چون ۽ ٻچن کي ’جيون‘ اتر ۾ وڏي ڪاري جونءِ کي پنڌ يا پريٽ به چون ٿا. اهي انسانن، پولڙن توڙي ٻين ڪن جانورن جي وارن ۾ به ٿين ٿيون.

**ٽوليارو، ڪَرُوانڪ، ڦُليارو** Stone Curlew / *Burhinus oedicnemus*: چاليهه سينٽي ميٽر (16 انچ) جسامت واري هن پکيءَ جا نر ماد هڪجهڙا ٿين ٿا. ان جي پٺي سرمائي ناسي ٿئي، جنهن تي گهري رنگ جا ليڪا هوندا آهن. هن جي پيٽ جو رنگ ڪجهه هلڪو هوندو اٿس. پرن تي ڪيمو فلاج لاءِ اڇي افقي ليڪ ٿيندي آهي. ڪروانڪ پکيءَ جون اکيون وڏيون ۽ هيڊيون ٿينديون آهن. جن جي مدد سان اهو رات جو ڏسي سگهندو آهي. ان جون ٽنگون به مضبوط ٿين ٿيون، جن جي مدد سان ڪيس خشڪ زمين تي خوراڪ ڳولڻ ۾ مدد ملي ٿي. جيتوڻيڪ هي ساحلي پکي آهي، پر اهو خشڪ يا پٿريلن علائقن ۾ به ملندو آهي. ڏينهن جي وقت ۾ اهو لڪل رهندو آهي ۽ خطري وقت اڏامڻ بدران ڊوڙ پريندو آهي.



ٽوليارو سج لٿي مهل يا رات جو سرگرم ٿيندو آهي ۽ آبي جيوت جو شڪار ڪندو آهي. هي پکي رات جو هڪجهڙي کي پرشور آواز ڏئي گڏ ٿيندا آهن. هن پکيءَ جو آکيرو بلڪل سادو ٿئي. هي زمين تي پٿراڙين ۾ پيرن جي ڪرڙين ۽ جسم جي زور سان کڏ ٺاهي ويهندو آهي.

**ٽونٽا:** آتش بازيءَ جو هڪ وڪر، ڦٽاڪو يا ٽونٽا، خاص ڪري هالا ۽ نصرپور ۾ ٺاهيا ويندا آهن. اهي ڏاڍا ڇيهي وارا هوندا آهن. هالا جا ڪاريگر ٽونٽن ٺاهڻ لاءِ گوگڙ يعني گندرف ۽ شورو ڪُٽي ڇاڻي ميدي جهڙو ڪري، ان ۾ اڪن جا اڱر ڪُٽي وجهي هڪڙو پورو ٺاهيندا آهن. پوءِ ٿلهي ڪاڳر جا چئن انچن وارا پوپا ٺاهي، ان ۾ اهو پائوڊر لوهه جي سيخن سان گُدي ڀريندا آهن. جيئن نيلوفريون پرجن. پوءِ هڪ ٻن ٽونٽن کي ساڙي آزمائي ڏسندا آهن. آزمائڻ کان پوءِ ٽونٽا سون جي تعداد ۾ پري، بند ڪندا آهن. بند ڪرڻ کان پوءِ گوشت جا وڪا وٺي ايندا آهن، ۽ ٽونٽن تي انهن جي جهلي چاڙهيندا آهن. پوءِ انهن کي سڪايو ويندو آهي. سڪڻ کانپوءِ ٽونٽا تيار ٿي ويندا آهن. جي چڱو ملهه ڪندا آهن. آتشبازيءَ جا ڪوڏيا ٽونٽا وٺي، عيد برات تي ساڙڻ لاءِ رکندا آهن. عيد آئي ته هڪ وڏي ميدان تي تماشو ڏسندڙن جا انبوهه مڙي ويندا آهن. وچ ميدان تي ٽونٽي جو جهليءَ لڳل منهن کولي، ٽانڊي تي رکندا ته ٽونٽو ويرم ئي ڪونه ڪندو. شوشاٽ ڪري ٻري پوندو، پوءِ ته ان کي ڪٽي ميدان تي ڇڏيندا. ٽونٽو ڀهربائين ٽورو ڌرتيءَ تي ٽپڪندو ۽ ٽپڪي وٺي چوطرف اڏامندو. ماڻهن جي انبوهه ۾ ٺاهه پئجي ويندو ۽ هيڏانهن هوڏانهن ڀڄندا، ته متان ساڙي نه رکي. ٽونٽي جو ٽپڪڻ ۽ اُڏامڻ هڪ وڻندڙ تماشو آهي.

**ٽوُنڪ:** ٿر ۾ پٽ جي اوچي ڇهنبياري چوٽيءَ کي ”ٽوُنڪ“ چوندا آهن. ٿر ۾ جيترين به پٽون آهن، تن مان ڪن جو مٿاڇرو سڌو هوندو آهي، پر ڪن پٽن ۾ ڪنهن هنڌ مٿاڇرو بلڪل مٿي چوٽي ڪڍيل هوندو آهي، ان چوٽيءَ کي ”ٽوُنڪ“ چوندا آهن.

**ٽوٽڪو:** جادوئي علاج، ڦيٿو منتر وغيره. انساني زندگيءَ ۾ اوچتا اهڙا واقعا رونما ٿيندا آهن، جن جو بظاهر ڪو سبب سمجهه ۾ ڪونه ايندو آهي ۽ ڪوبه علاج نه سجهندو آهي. پوءِ ماڻهو انهن جو جواز ڳوليندا آهن. ڪڏهن چوندا نظر لڳي آهي، ڪنهن ڪامڻ ڪيو آهي يا ڪو ڀوت پريت جن جو حساب آهي. ضعيف الاعتقاديءَ ۽ توهم پرستيءَ سبب انهن جي علاج جا حيلا ڪيا آهن. جن ۾ ٽوٽڪا ڦيٽا به شامل آهن. بقراط عيسوي سن کان اڳ جو يوناني حڪيم ۽ طبيب هو. جنهن انسان جي بيماريءَ جا به ڪارڻ ٻڌايا: هڪ موسم ۽ ٻيو ڪاڏو. هن هر مسئلي جو علاج ڳولي ڪڍيو. پر تنهن هوندي به گهڻيئي اهڙيون علامتون هيون، جن جو ڪوبه علاج نٿي ٿي سگهيو. مثال طور نظر لڳڻ، پٽ پاراتو، ڊوهه، جادو، ڪامڻ، لڳت جو حساب ۽ جن. وارا مفروضا ۽ وهم وسوسا انهن سمجهه ۾ نه ايندڙ علامتن جو قديم زماني کان وٺي توڙ ڳوليو ويو ۽ انهن جي علاج لاءِ ڪي ٽوٽڪا به رٿيا ويا، جيڪي قديم دور کان وٺي اڄ ڏينهن تائين هلندڙ آهن. مثال طور: (1) ناظروءَ جي پيرن جي مٽي کڻي، ان سان گڏ ته واڻي جي مٽي، لوڻ ۽ ڦٽڪي ملائي، بيمار ماڻهوءَ تان ست ڦيرا ابتا، ست ڦيرا سبتا گهمائي چلهه ۾ اڇلائبو آهي. اعتقاد موجب ائين ڪرڻ سان نظر جو اثر باهه ۾ سڙي ويندو ۽ مريض چڱو ڀلو ٿي ويندو. (2) جادو، ڪامڻ جو علاج ”ڀوپو“ يا ”پاڙهيتو“، جادوءَ رستي حيلو ڪري ڪيندو. ڊوهه ٿيل هوندو ته اهو به پنهنجي علم وسيلي ڪيندو. (3) مخالف کي مارڻ لاءِ ويرمُٺ جو ٽوٽو ڪندا آهن. اهو ڪاري جادوءَ ۾ شامل هوندو آهي. (4) لڳت جو حساب، جنهن ۾ سمجهندا آهن ته ماڻهوءَ جي جسم ۾ جن واسو ڪندو آهي، يا جن جو اثر ٿيندو آهي، مريض مان جن ڪيڍڻ لاءِ جاڳر وجهائي علاج ڪندا آهن. ٽوڻن ۽ ٽوٽڪن جا سوين حيلا آهن. جيڪي اڻ پڙهيل ۽ ويساهه وسوڙل ماڻهو مريض جي صحت لاءِ ڪم آڻيندا آهن. جڏهن ته اڄ جي سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ جي دور ۾ انهن مان گهڻي قدر علامتن جو علاج ايجاد ٿي چڪو آهي. مثلاً: اڳي ڪن عورتن کي دورا پوندا هئا ته چوندا هئا ته حساب اٿس. فلاڻي جن جو واسو اٿس پر ميڊيڪل سائنس تشخص ڪئي ته هسٽريا جي بيماري آهي. جديد علم جي اچڻ سان ٽوٽا ڦيٽا پنهنجي اهميت وڃائي رهيا آهن.

**ٽُوهُه** (Bitter Cucumber/ *Citrullus Colocynthis*): ول جو هڪ قسم آهي. جنهن جا پن ۽ ول گدري وانگر هوندا آهن. هئڊي رنگ جو ٿيندو آهي، جيڪو واريءَ ۾ ٿئي: ذائقو ڪڙو زهر جهڙو ٿيندو آهي. هن ول کي ٿر ۾ ”ٽوسڻ“ چوندا آهن. هيءَ ول پٽ تي پکڙندي آهي. ان جا ڪچا ڏهه ٻارهن فوٽ ڪن ڊگها ٿيندا آهن. ول نرم توڙي سخت زمين تي ٿيندي آهي. ٿرواري پاسي تمام گهڻي ٿئي ٿي. هن ول جو ڦر چٽڪمرو ۽



سائي رنگ جو ٿيندو آهي. جيڪو پڇڻ تي پيلو ٿي پوندو آهي. ٿُوهر ڏسڻ ۾ تمام سهڻا، پر ڪانئڻ ۾ زهر جهڙا ڪڙا هوندا آهن. تنهنڪري چوڻي آهي ته "ٿوهر ڏسڻ جا سهڻا، پر ڪڙا زهر جهڙا". هڪ ٻي چوڻي مطابق "سهڻا ٿوهر پٽن تي پڌرا". ٿوهن کي پڪريون ۽ اٺ مزي سان کائيندا آهن. طبي لحاظ کان تمام ڪمائتي ول آهي. هن جون پاڙون، پن ۽ ٿوهر سڀ پسارڪي ۽ ڪر طور ڪم ايندا آهن. خاص ڪري ڳوڻن ۾ ٿوهر جو جلاب صحت لاءِ اڪسير چوندا آهن ۽ ڪيترين بيمارين ۾ استعمال ڪندا آهن.

**توهايو**: هيءَ هڪ قسم جو ننڍڙو پکي آهي؛ ڪيس "ٻوڏو" به چوندا آهن. ولر ڪري رهندو آهي. ماڻهو ڏسي لڪيو وڃي. هن پکيءَ کي ماري اوچتو وڃي جهليندا آهن.

**ٽوئڪي** (Small Mat): فصل لهڻ تي بٽئيءَ ۾ جيڪو ٻنڌاڻ، راڄ جي ملا، حجام، فقير، مسجد، سيد يا زميندار خرچ جي بلي ڏجي، ان کي "ٽوئڪي" چوندا آهن. ٽوئڪيءَ ۾ "ٽوين" جو ماڻ اچي وڃي ٿو. هر علائقي ۾ ٽوئڪيءَ جو ماڻ جدا جدا هوندو آهي. موجوده وقت ۾ ٽوئڪيءَ جو رواج ختم ٿي ويو آهي. (ٽوئڪي= ٽويي جي ماڻ جيترو ان).

**ٽُوئو** (Mat): هي ڪانن ۽ سَرن جي ڪکن ۽ ڊبن جي وڏين تيلين يا تندن مان ٺهيل پٽ، جيڪو تڏي وانگر چت ڍڪڻ لاءِ وجهبو يا ڪنڌي اڏڻ ۾ ڪم ايندو آهي. ٽوئو عام طرح ڊبن مان به ٺاهيندا آهن. اُن کان سواءِ 'پن' گاهه مان به ٽوئو ٺاهيو وڃي ٿو.

**ٽويو/ ننڍو ماپو** (Small Measure): اناج ماپڻ جو ڪاٺ مان ٺهيل ماپو. جيڪو ٽن سيرن کان پنجن سيرن جي اناج جي ماپ ڪري. ڪاٺ جو ٺهيل اڌ گول وانگر جنهن جي ڇپَرن جي مٿان لوهه جي پٽي چڙهيل هوندي آهي. ساهمي ۽ وڻن جي اچڻ کان پوءِ هن ماپ جي اوزار جو ڪارج ختم ٿي ويو آهي. سينگار لاءِ جنديءَ جو رنگ به چڙهيل هوندو هوس.

**ٽهاڻ**: ٽن سالن جي چمار واري مينهن لاءِ "ٽهاڻ" جو اصطلاح ڪم ايندو آهي.

**ٽَهائي**: شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي تڪيي طور روهڙيءَ ۾ مشهور آهي. شاهه صاحب سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ جو سفر ڪري مشاهدا ماڻيا هئا. ان لاءِ ڪيترن هنڌن تي سندن تڪيا ملن ٿا. روهڙي شهر ۾ پڻ شاهه سائين ڪافي وقت رهيو. اتي اڄ به سندس آستانو موجود آهي. جنهن کي منگي خاندان سنڀاليندو پيو اچي. تڪيي يا آستاني تي شاهه سائين جي استعمال جون شيون، جن ۾: جبو مبارڪ، وار مبارڪ، لٺ ۽ ڪونئري جيڪي سندن استعمال ۾ رهيا، انهن جو ديدار هر سال شاهه سائين جي ميلي تي ڪرايو ويندو آهي.

**ٽـ-ٽڻ راند**: هيءَ راند نهايت آسان آهي ۽ ننڍا ٻار ڇوڪرا خواهه ڇوڪريون به کن. هن ۾ ٻن رانديگرن کي حصو وٺڻو پوندو آهي ۽ هر هڪ ٽي ساريون ڪٽندو آهي. راند جو نمونو ساڳيو نوٽڻ وارو هوندو آهي. مگر راند ڪرڻ جو طريقو نوٽڻ کان الڳ ۽ سادو هوندو آهي. هن راند ۾ به ٽڻ يا ٻيگهي مڃي سگهندي آهي. پوءِ جنهنجي ٻيگهي مڃي، تنهن کٽيو. هن راند لاءِ نقشو هن طرح ٺاهبو آهي؛ هڪ چوڪنڊي شڪل ڪڍي ان جي پاسن کي وچ مان آرپار ڪنڌڻ ليڪن سان ملائبو آهي ۽ سندس ڪنڊون به اريبن سان ملائيبون آهن. اهڙيءَ طرح انهيءَ نقشي ۾ اٺ ٽڪنڊا ٺهي پوندا آهن. پوءِ ساريون اهڙن هنڌن تي ڦيرائيبون ۽ رکيبون رهبيون آهن. جن ٽپڪن تي ڪبنڌڻ ليڪون پاسن يا ڪنڊن تي اچي ٿيون ملن. هن راند ۾ نوٽيٽي راند وانگر ذهن کي چڱي ورزش ملندي آهي.

**ٽـ جلدي علم طبعي** (ڪتاب): هن ڪتاب جو موضوع "دنيا جي جاگرافي" ۽ "علم طبعي" آهي. ڪتاب جو مصنف هريسنگ ڊنگو مل آهي. 144 صفحن واري هن ڪتاب جي قيمت 6 آنا ڇهه پايون ڇاپايل آهي. هن ڪتاب جو پهريو ڇاپو، چشمہ نور پريس، امرتسر مان سال 1888ع ۾ ڇپيو. ساڳئي نالي سان ٻيو ڪتاب مسٽر واحد بخش جو لکيل آهي، جيڪو سال 1894ع ۾ لاهور جي اسلاميہ پريس مان ڇپيو. هن ڇاپي ۾ 210 صفحا آهن ۽ قيمت 3 آنا ڇاپايل آهي.

**ٽـہ رَقمي**: رياضيءَ ۾ مُلهه ڪڍڻ جو هڪ نمونو جنهن ۾ ٻه رقمون مليل هونديون آهن. انهن جي مدد سان ٽين رقم جو ملهه ڪڍبو آهي. مثال طور:

5 ماڻهو 15 ڏينهن ۾ ڪمائين 4500

ته هڪ ماڻهو 15 ڏينهن ۾ ڪمائيندو 900= 5 ÷ 4500

ته 13 ماڻهو 15 ڏينهن ۾ ڪمائيندا 900x13=11700

موجوده دور ۾ ان طريقي بدران ڪي ٻيا متبادل طريقا سيکاريا وڃن ٿا.

**ٽُهَڙ** (Water Bird): هيءَ پاڻيءَ جو جيت آهي، پر اڏامندو به آهي. جنهن کي "ٽَنِي ٽُهَر" به چيو وڃي ٿو. اٺ ٽنگون ٿينس. پاڻيءَ ۾ به رهندو آهي ته ڍورن ۽ ڏُهن، يا ڍنڍن مان نڪري ٻاهر به ايندو آهي. سُڪيءَ تي به گهڻو وقت رهي سگهي ٿو.

**ٽـہ سِٽا**: ٽن سٽن تي مشتمل شاعريءَ جي صنف "ٽـہ سِٽا" سڏبي آهي. سنڌ هند جي ناميارا شاعر "پريو وفا" تمام گهڻا ٽـہ سٽا لکيا آهن. سندس ٽـ- سٽن جو ڪتاب "آئينا ۽ عڪس" ڇپيل آهي. هن کان پوءِ شيخ اياز ۽ ڪن ٻين نوجوان شاعرن به ٽـہ سِٽا لکيا آهن. پر انهن سينئي جا بحر وزن توڙي گهاڙيٽا الڳ الڳ آهن. اياز جي ٽن سٽن ۽ هائيڪن جا به ڪتاب ڇپيل آهي.

پريو وفا پنهنجي ٽـہ سِٽن جي پهرين ۽ ٽين سٽ جي هائيڪي وارو وزن يعني 'فعلن فعلن فعل' رکيو آهي. جڏهن ته وچين سٽ جو وزن چار دفعا فعلن استعمال ڪيو آهي. شيخ اياز جي ٽن سٽن ۾ قافيا ساڳئي انداز ۾ استعمال ٿين ٿا، پر ان جي وزن بحر کي پريو وفا کان الڳ رکيو آهي. سنڌي زبان ۾ آشر ناٿن شاهي "سنڌيجا" جي نالي سان ٽـہ سِٽا لکيا آهن. جيڪي سنڌ جي حوالي سان تحرير ٿيل آهن. سندس خيال ۾ اهڙا ٽـہ سٽا جيڪي سنڌ جي حوالي سان لکيا ويا هجن، تن کي "سنڌيجا" سڏڻ گهرجي. سنڌ ۾ گهڻي ڀاڱي ٽـہ سٽا شيخ اياز واري گهاڙيٽي هيٺ ئي لکيا وڃن ٿا. مثال:

اڄ اڄ پاڪر پاءِ
هڪٻئي کان اڄ جدا ٿيون ٿا
وري ملڻ لاءِ (پريو وفا)

اکيون پٽيوڙي!
هيءَ جا باک بسنت جي
اٿي جٽيوڙي! (شيخ اياز)

**ٽـ- ڪوهي**: سنڌي پرت جو هڪ قسم. هن پرت کي "هرمچ" سڏبو آهي. جيئن ته هيءَ پرت ٽسانگي اکر وانگر پريو ويندو آهي، تنهنڪري ٽوري بدليل نالي "ٽـ- ڪوهي" سان به سڏيو وڃي ٿو ٽـ- ڪوهيءَ جي پرت پرڻ لاءِ، سڀ کان پهريائين "گهوڙي" پري ويندي آهي. اها گهوڙي ٻن اُپن "سٽن" جي انگن واري شڪل ۾ ٿئي، يا ائين ڪٽي چئجي ته ٽسانگي خاڪي جهڙي نموني گهوڙي تيار ڪرڻ بعد، ٻنهي ڪنارن تي چورس خانا ٺاهيا وڃن ٿا، جن کي "پکڙو" پرت سڏين ٿا. اهڙيءَ طرح انهيءَ پکڙي واري پرت کي پڪو ڪيو ويندو آهي. پکي ڪرڻ سان ٽن ڪنڊن وارا خانا ٺهيو پون، جن کي "ٽـ- ڪوهي" پرت سڏين.

**ٺـ ڳاٺي**: تعلقي ڪنڊ ڪوٽ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ ڪو بہ ڳوٺ شامل نہ آهي.

**ٺهل ايسرداس ڪيسواڻي**: ليکڪ ۽ شاعر. ٺهل ايسرداس ڪيسواڻيءَ 27 مارچ 1931ع تي روهڙيءَ ۾ جنم ورتو. ايس. ايس. سي تائين تعليم حاصل ڪيائين. ادبي دنيا ۾ پاڻ ڪي هڪ ليکڪ ۽ شاعر طور متعارف ڪرايائين. سندس ڪيترين ڪهاڻيون، ناٽڪ ۽ ڪوتائون ڇپيل آهن. "نيلم" نالي هڪ ماهوار مخزن بہ جاري ڪيائين، جنهن جو ايڊيٽر بہ رهيو. ورهاڱي کان پوءِ پارت لڏي ويو، جتي بمبئيءَ ۾ رهائش اختيار ڪيائين.

**ٺهلرام آزاد**: سنڌي ٻوليءَ جي برک اديب، سماج سڌارڪ صحافي ۽ حسين شخص ٺهلرام آزاد جو مڪمل نالو، ٺهلرام جسو مل ڪوڏواڻي هو.



سندس جنم 12 آگسٽ 1925ع تي ٽنڊي محمد خان شهر (اڳوڻي ضلعي حيدرآباد) ۾ ٿيو. مئٽرڪ تائين تعليم حيدرآباد ۾ ورتائين. ورهاڱي کان پوءِ هند ۾، هنديءَ ۾ 'ساهتيہ رتن' جي ڊگري ورتائين. شاعر، ڪهاڻيڪار، ٻارن جو ليکڪ، صحافي ۽ ڪمپيئر طور پاڻ ڪي مڃايائين. هو بهترين ڪمپيئر ۽ اسٽيج جو راڻو هو. ممبئيءَ جي اڪثر تهذيبي پروگرامن جي ڪمپيئرنگ ٺهلرام آزاد ڪندو هو. سندس آواز بہ سُريلو هو. ان ڪري ڪڏهن ڪڏهن ڳائيندو بہ هو. سنو ڪالم نگار هو. هن سنڌي ۽ هندي زبانن جي ڪيترين اخباري ۽ مخزنن جهڙوڪ: روزاني "هندستان"، هفتيوار "هند واسي" ۽ ماهوار "سنڌو ڌارا" وغيره ۾ ڪالم ۽ ليک لکيا. هن انگريزن کان ملڪ جي آزاديءَ جي تحريڪ ۾ ڊاڪٽر چوئٿرام گدواڻي ۽ شريمتي سُچيتا ڪرپلاڻيءَ ۽ ٻين سان گڏجي ڪم ڪيو. ٻاراڻي ادب لاءِ بہ ڪم ڪيائين. سندس هڪ ناول ڇپيل آهي. سندس هيٺيان ڇپيل ڪتاب آهن:

(1) ٻاپوءَ جي سپني جو سوراج (مضمون: 1970ع)، (2) پنچائتي راڄ (1971ع)، (3) گهر جي روشني (روسي ڪهاڻين جو ترجمو: 1979ع)، (4) جهانسيءَ جي راڻي (ناول)، (5) شفا خانو (ناول: ترجمو)، (6) ناري رتن (ڇهن عورتن جي سوانح عمري: 1982ع)، (7) سڪ جو سڏ (سفرنامو: 1983ع)، (8) هيرا موتي (ٻارن جو ناول: 1985ع)، (9) مها ڀارت (سنڌيءَ ۾: 1986ع)، (10) معصوم مُرڪ، ٻارن جو ناول: 1991ع).

ٺهلرام آزاد 1982ع ڌاري سنڌ گهمڻ آيو، جتي پنهنجن دوستن ۽ بزرگن سائين جي. ايم. سيد ۽ رئيس ڪريم بخش نظامانيءَ سان ملاقات ڪيائين ۽ واپس وڃي سنڌ جو سفرنامو "سڪ جو سڏ" لکي ڇپايائين.

ٺهلرام آزاد جي علمي ادبي ۽ سماجي خدمتن تي ڪيس ڪيترائي اوارڊ بہ مليا، جهڙوڪ: (1) سندس ڪتاب "ٻاپوءَ جي سپني جو سوراج" تي دهليءَ ۾ صدارتي اوارڊ (1971)، (2) "پنچائتي راڄ" تي گورنمينٽ آف انڊيا پاران دهليءَ ۾ "بنيادي ساهتيہ اوارڊ" (1972)، (3) "گهر جي روشني" ڪتاب تي نئين دهليءَ ۾ U.S.S.R پاران سوويت لئنڊ نهرو اوارڊ (1979)، (4) "ادبي خدمتن" (Literary Achievements) تي نئين دهلي ۾ مرڪزي هندو ڊاريڪٽوريٽ پاران اوارڊ (1986)، (5) ايشوري بختاڻي فائونڊيشن پاران اعليٰ ادبي خدمتن (Outstanding Literary Contribution) تي ممبئيءَ ۾ اوارڊ (1990).

ٺهلرام آزاد آل انڊيا ريڊيو ۽ دور درشن جو لڳاتار تجزيي نگار بہ رهيو. هن جي نياڻي سونل آزاد، سنڌين جي ريتن رسمن تي ڪافي تهذيبي ڪم ڪيو آهي. ڪجهہ سال اڳ سنڌ بہ آئي هئي ۽ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ڄامشوري سان ڪافي اتساهہ پرائي وئي هئي. ٺهلرام آزاد 26 سيپٽمبر 1990ع تي ممبئيءَ ۾ لاڏاڻو ڪري ويو.

**ٺهلراماڻي، آنند**: هي ناٽڪ نويس، ڪهاڻيڪار ۽ اداڪار 15 آگسٽ 1932ع ۾ ميهڙ ضلعي دادوءَ ۾ ڄائو. تعليم ايم. اي، ايل. ايل. بي ۽ ڊي. ايل. پي تائين ورتائين. سندس خاص موضوع ڪهاڻي آهي. سندس شايع ڪيل ڪهاڻين جو هڪ ڪتاب ۽ ٻہ ناول ڇپيل آهن. هن جي ناولن ۾ "نرس" (1954ع)، "آپا" (ترجمو: 1957ع)، ڪهاڻين جو مجموعو "سانجهيءَ جا پاڇولا" 1978ع ۾ شايع ٿيو. آنند ٺهلراماڻي ڪيترائي ناٽڪ بہ لکيا. جن ۾ "چور ۽ چور"، "سوريءَ سڏ ڪيو"، "ميونسپل ڪائونسلر"، "مان تيار آهيان" ۽ "حڪيم اجل رام" شامل آهن. هن ڊرامن جي هدايتڪار طور پڻ ڪم ڪيو آهي. آل انڊيا ريڊيو ۽ ممبئي ٽي. وي تان ڪيترا پيرا ليکڪ ۽ اداڪار جي حيثيت ۾ پروگرامن ۾ حصو وٺي چڪو آهي.

**ٺهلرام بلڊنگ**: هيءَ حويليءَ نما گهر ٺهلرام نالي هڪ هندو زميندار نوشهري فيروز ضلعي جي شهر پڙيا ۾ لڳ ڀڳ 1908ع ڌاري ٺهرائي هئي. هن عمارت کي ڏسڻ سان سنڌ جو اصل اڏاوتي نمونو سمجهہ ۾ اچي سگهي ٿو. هن بہ ماڙ عمارت جو در ڏکڻ طرف آهي، جنهن کي گول ونگ ڏنل آهي. دروازو ڪاٺ جو ۽ ڪافي ڪشادو آهي، جنهن تي اکر جو چگو ڪم ٿيل هوندو



پڙيا شهر ۾ واقع ٺهلرام بلڊنگ

جيڪو مَرمتيءَ ۾ ڏهجي ويل ٿو ڀانئجي. ونگن سان مهاڙي ۾ ٽي دريون ۽ انهن جي مٿان بہ روشن دان ٺهيل آهن. عمارت جو ٻيو حصو ٻي ماڙ آهي جنهن تي اندران ڏاڪڻ تان پهچي سگهجي ٿو. ان کي بہ گول ونگن سان بہ دريون ڏنل آهن. درين جا چوڪاٺ ڪاٺ جا ٺهيل آهن جن ۾ وچ تي ڪاٺي ڏنگي سل ڪيدي لوهي شيخون وڌيون ويون آهن. پهرين ماڙ جي روشن دانن ۾ بہ ڪاٺ جا تختا اهڙي نموني ڏنل آهن جو اهي اندران کلي ۽ بند ٿي سگهن. هي روشني ۽ هوا جي گذر جو اڳي واحد ذريعو هوندا هئا. انهن هوائوڻن روشن دانن کي بہ مٿان سڌيون ونگون ڏئي مظبوط ڪيو ويو آهي. شاهي دروازي کي گول ونگ ڏنل آهي. چوڪائي ۽ ونگ جي وچ تي اپريل گلڪاري ڪيل آهي جيڪا ستارن وانگر لڳي ٿي. ٻي ماڙ جو منهن اوپر طرف آهي ۽ ان کي ڪو بہ در ڏنل ڪونہ آهي. ان جي اڳيان اڱڻ جڙيل آهي جو اونهاري ۾ ماڻهو ڪڏ تي يا کوٽي تي سمهندا هئا. جهڙي ڦڙيءَ جي صورت ۾ ماڻهو انهيءَ ڇاپري نما ٻي ماڙ ۾ سمهي ٿي سگهيو هنهي ماڙين تي نيڪال لاءِ لوهہ جا نيسارا ٺهيل آهن. ٻي ماڙ جي مٿان ڪنڌن تي پڪين سرن جي ٺلهين ۾ چٽيل پاسي لوهي گرل لڳل آهي. سرون سڀيون پڪل ۽ هڪ فوٽيون استعمال ٿيل آهن. هي سڄي عمارت 5000 چورس فوٽن تي ڦهليل آهي. جيڪا قريشي محلا ۾ ڪافي زبون حاليءَ جو شڪار آهي. هن جو مالڪ 1979ع ۾ هندستان هليو ويو. هن وقت هيءَ عمارت مسافر خاني طور استعمال ٿي رهي آهي. اندر وراندو بہ ونگن تي ٺهيل آهي. هي سنڌي عمارت سازيءَ جو مثالي نمونو آهي.

**ٿهليائي**: ٿهليائي اصل ۾ لُهاڻا آهن. جيڪي ”نَٽ“ تعلقي نوشهري فيروز ۾ رهندا هئا. ٿهليائي لهاڻا 1812-1811ع ڌاري ڪڇ، ڪاٺياواڙ ۽ راجپوتانا طرف ڀيل سخت ڏڪار کان متاثر ٿي، ٻين ڪيترين ذاتين برهمڻن، کترين، ڀاٽين ۽ لهاڻن وانگر لڏي سنڌ آيا ۽ اچي نَٽ ۾ رهيا. اتي زمينون خريد ڪري پوک ڪرڻ لڳا. ساهتي پرڳڻي ۾ ٿهليائين جون زمينون درياهه جي پرسان هيون ۽ سندن ويجهو ”نَٽ“ جو ڳوٺ ڪافي اڳ آباد هو. نَٽ، درياهه جي تر وٽ ٻڌل ڳوٺڙي کي چئبو آهي، جتان پتڻ اڪري پار ٿبو آهي.

1855ع ڌاري درياهه جي ٻوڏ سبب نَٽ، مٺيائي، تڳر، ڪمال ديرو ۽ ٻيا درياهه جي پر وارا ڪيترا ڳوٺ ٻڏي ويا هئا. ان علائقي جي زميندارن کي پنهنجي ٻنين کان پري رهڻ پسند نه آيو، تنهنڪري وري ساڳئي هنڌ اهي ڳوٺ وري آباد ڪيائون. 1858-1857ع ڌاري وري اهي سڀ ڳوٺ درياهه جي اٿل سبب ٻڏي ويا. سيٺ ٿهلئي مل جي مربي پٽ سيٺ لکومل جي پٽ سيٺ هوتچند. نئين ”نَٽ“ ٻڌي، جيڪا سندس نالي پٺيان ”نَٽ هوتچند“ سڏجڻ ۾ آئي. اهڙي ريت ميان پاڙئي ڳوراهي به ڌار ڳوٺ ٻڌو، جيڪو ”نَٽ ڳوراهو“ سڏيو ويو. چاليهه ورهيه سانده هي ٻئي ”نيٽون“ سلامت هيون. پر 1890ع ڌاري آبڪلائيءَ جي موسم ۾ درياهه اهڙي ڏڙلائي، جو ٻئي ”نيٽون“ ٻڏي ويون، پر وري ساڳين نالن سان ٻئي ڳوٺ ته ٻڌا ويا پر ٿهليائن مان سيٺ پوڄراج وري ڌار ڳوٺ ٻڌرايو، جيڪو ”نَٽ پوڄراج“ مشهور ٿيو. نَٽ ڳوراهو ۽ نَٽ پوڄراج هڪ ٻئي کان سڏ پنڌ تي مٺيائيءَ کان سوا ميل کن مفاصلي تي آهن. اهي ٽئي نيٽون، 1900ع ڌاري ٻڌيون هيون. مٺيائي به ساڳئي وقت جي ٻڌل چئي وڃي ٿي. جڏهن 1922ع ۾ ٿارو شاهه کان سڪرنڊ تائين ريل جو رستو جاري ٿيو ته ٿارو شاهه کان پوءِ ٻي اسٽيشن ”نَٽ هوتچند“ ٿي.

سيٺ ٿهليي مل جو اولاد ٿهليائي سڏيا. ان جو سئوٽ جوتومل ڪانس ننڍو هو. ان ڪري سندس نسل وارا به پاڻ کي ٿهليائي سڏائيندا هئا. ٿهليائين مان پهريون ديوان تولارام هو. جو حيدرآباد وڃي انگريزي پڙهيو ۽ مئٽرڪ پاس ڪري نوشهري فيروز جي انگريزي اسڪول ۾ ماستر ٿيو. بعد ۾ ماستري ڇڏي روينيو کاتي ۾ گهڙيو ۽ ترقي ڪري مختيارڪار ٿيو. هن پنهنجي ڳوٺ ”نَٽ پوڄراج“ ۾ هڪ انگريزي اسڪول کولرايو ۽ مٺيائيءَ جي انگريزي اسڪول جي واڌاري لاءِ مالي ۽ اخلاقي مدد ڪيائين ۽ پينشن بعد ٽيپداري ٽريننگ اسڪول جو هيڊ ماستر ٿيو. هن جي ريس ۾ ٻيا ٿهليائي به پڙهيا ۽ اعليٰ تعليم حاصل ڪري سٺن عهدن تي پهتا.

**ٿهليو ڀڳت**: ٿهليو ڀڳت 1890ع ۾ خيرپور ميرس ۾ ڄائو. اتي ئي ڳائڻ جي لنءُ لڳيس. آواز سنهو پر سريلو ۽ لچڪ وارو هوس. ذهن ڏاڍو تکو هوس، تنهن ڪري جلد ئي موسيقيءَ جي سيني رمزن تي عبور حاصل ڪري ورتائين. ننڍي هوندي ٽنڊي جان محمد ۾ هڪ ڀڳت لڳي، جتي هن کي وڏيڪ شوق پيدا ٿيو. سندس شاگردن ۾ ٽاپو ۽ ڏرمون مشهور ڀڳت ٿي گذريا آهن، جيڪي آخر تائين ساڻس گڏ هئا ۽ جهيلي تي ڳائيندا هئا. سندس ڳالهه ڪٿڻ جو انداز انوکو هوندو هو. دودي چنيسر جي ڳالهه تي ته قدرت حاصل هوندي هئس. ڪڏهن ڪڏهن اها ڳالهه ٽي ٽي راتيون هلندي هئي. روپ- بسنت جي ڳالهه ڏاڍي چاهه سان ڪٿندو ۽ ڳائيندو هو اتر سنڌ جو هي پهرين جوڙ جو ڀڳت ورهاڱي وقت هندوستان هليو ويو.

**ٿه- مُنهون**: واهه مان ٽن شاخن ڦٽڻ وارو هنڌ. شاخ جو اُهو هنڌ، جتي نهر کي ٽي دروازا هجن. هڪڙو سڄي، ٻيو کٻي پاسي ۽ ٽيون سامهون. اتي هڪڙي پل به ٺهيل هوندي آهي. اهڙي قسم جي پُل کي ٽه-درو به چوندا آهن.

**ٿَهٽي**: ضلعي دادو جي تعلقي سيوهڻ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان 5 ڳوٺ شامل آهن: ٿَهٽي، حاجي الهڏنو، قادربخش پيراڙو، مياڻي ميربحر ۽ شيخ ڏمڻ.

**ٽه- هٽي/ ٽين هٽي**: ڪراچي شهر جو هڪ علائقو جتي خواجن جا ٽي دڪان هئا، جن مان هڪ مٺائيءَ جو، ٻيو ڪڙ بوسيءَ جو ۽ ٽيون سيڌي جو هو. انهن ٽنهي دڪانن جي ڪري اهو هنڌ ”ٽه-هٽيءَ“ جي نالي سان مشهور ٿيو. هاڻي اهو ”تين هٽي“ سڏجي ٿو. شهر کي ان سان ڳنڍيندڙ هڪ پل تي پڻ اهو نالو پيل آهي، ”تين هٽي پل“.

**ٽئڪسي** (Taxi): مسافر بردار ڪار يا اها سواري، جيڪا مسافرن کي مقرر ڀاڙي تي منزل تي پهچائي. گهڻو ڪري هن قسم جي سواريءَ ۾ ڪار استعمال ٿيندي آهي. سنڌ ۾ ٽئڪسي جو استعمال ڪراچيءَ کان شروع ٿيو ۽ پوءِ سنڌ جي مختلف وڏن شهرن ۾ ان جو رواج پيو. اڳي ٽئڪسي واري ڪار جي رنگ جو ڪجهه حصو ڦڪو ۽ ڪارو مقرر هوندو هو ۽ ان ۾ هڪ ميٽر به لڳل هوندو



هو، جيڪو ميلن يا ڪلوميٽرن جي حساب سان جو ڀاڙو ٻڌائيندو هو. توڙي جو ڪراچيءَ ۾ ان قسم جو ٽئڪسيون اڃا آهن، پر سنڌ جي باقي حصن ۾ ٽئڪسين تي رنگ جي پابندي ڪانه آهي. منزل تائين تڪڙو پهچڻ لاءِ هي اهم سواري آهي. نواز شريف جي دورِ حڪومت ۾ ’پيلو ڪيب‘ نالي ڪارون پيلي رنگ ۾ ان مقصد لاءِ ماڻهن کي قرض تي ڏنيون ويون هيون ته جيئن غريب ماڻهو سولائي سان روزگار ڪري سگهن. اها اسڪيم اڳتي هلي بند ٿي وئي، جڏهن ته ماڻهو اڄڪلهه ذاتي طور نيون ڪارون خريد ڪري ٽئڪسي طور هلائي منافعو حاصل ڪن ٿا. حيدرآباد شهر ۾ مني ٽئڪسي طور ’فور سيٽر‘ اڄ به هلن ٿا. جنهن جو نمونو رڪشا وانگر پر سيٽون آمهون سامهون پاسن ۾ ٿين. هر سيٽ تي چار چار ماڻهو ۽ هڪ ماڻهو اڳيان ڊرائيور سان ويهي ٿو. اها حيدرآباد جي سستي سواري ليکي وڃي ٿي، جڏهن ته عام ٽئڪسي ۾ ڊرائيور سميت ڪل پنج ماڻهو آرام سان سواري ڪري سگهن ٿا.

**ٽئڪسي ڊرائيورز يونين**: پاڪستان قائم ٿيڻ کان اڳ ڪراچيءَ ۾ پرائيويٽ ڪارن سان گڏوگڏ ٽئڪسين جي تعداد ۾ به واڌ آئي ۽ ڪراچيءَ جي ٽئڪسي ڊرائيورن 19 نومبر 1935ع تي پنهنجي هڪ تنظيم ”ٽئڪسي ڊرائيورز يونين“ جي نالي سان ٺاهي. هن تنظيم کي اڳتي هلي ڪراچيءَ جي ميئر ختم ڪرائي ڇڏيو جنهن هڙتال ڪرائي، اها ڪراچيءَ جي تاريخ ۾ پهرين هڙتال هئي، ان وقت ”ٽئڪسي ويهيڪل“ في 70 رپيا سالانه هئي، جيڪا انهن گهٽ ڪرائي 50 رپيا ڪرائي، ۽ ڊرائيونگ لائسنس في تڏهن 5 رپيا ۽ گاڏيءَ جي رجسٽريشن في صرف هڪ رپيو هئي.

**ٽئگزانامي** (Taxonomy): علم حيوانات جي اها شاخ، جنهن مطابق جاندار جي سڃاڻپ، ان جي مختلف ذاتين جي ترتيب ۽ سندس نالا ڏنا ويندا آهن.

**ٽئگور** (ڪتاب): سنڌ ۽ هند جي ناميارين ليکڪ اُتم جو هي ڪتاب، ٽئگور جي شخصيت بابت لکيل آهي، جنهن ۾ ٽئگور جي شخصيت ۽ شاعريءَ جو اڀياس ٿيل آهي. هُن ڪتاب ۾ ڪُل پنج باب آهن، جن جو وچور هن ريت آهي: (1) ٽئگور ۽ سنڌي ساهت، (2) وطن دوست ٽئگور، (3) انسانيت جو اديب ٽئگور، (4) ٽئگور جو مذاق ۽ طنز، (5) ٽئگور جا ويچار. اُتم، ٽئگور بابت بهتر طريقي سان لکيو آهي، هن ڪتاب بابت اُتم پنهنجي پاران ۾ لکي ٿو ته: سنڌيءَ ۾ ٽئگور جي ڀڪتي ڪلا جو نه پورو ڦهلاءُ ٿيو آهي ۽ نه قدر ٿيو آهي. ٽئگور تي هڪ نظر وجهڻ سان هڪ وسيع روپ جو درشن ٿيو آهي. اهڙا وسيع روپ دنيا جي ساهت ۾ ورلي ملندا. هن ننڍي ڪتاب ۾ اهڙي وسيع روپ جو درشن ڪرائڻ آهي، ساگر کي ڪوزي ۾ سمائڻ. ان ڪري ئي رکو ٽئگور جو سنڌي ساهت تي اثر ۽ هنجي ساهت ۽ ويچارن جو مختصر جائزو ورتو اٿم.




هي ڪتاب رام ڇيتانند، نئين دنيا پبلشرس ممبئي پاران سيپٽمبر 1961ع ۾ شايع ڪيو. ڪچي جلد سان، 106 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت هڪ روپيو 50 پيسا آهن.

**ٽئگور، رابندرناٿ**: بنگالي زبان جي عظيم شاعر، فلسفي ۽ تعليمدان رابندرناٿ ٽئگور 7 مئي 1861ع تي ڪلڪتي (هندوستان) ۾ هڪ بنگالي ڪٽنب ۾ جنم ورتو. سندس پيءُ ديوندر ناٿ ٽئگور، برهمو سماج جي ٻن ڏڙن مان هڪ ڏڙي جو رهنما هو. لفظ 'ٽئگور'، ٺاڪر جي بگڙيل صورت آهي. ٽئگور بنيادي طور برهمڻ هو، جن وٽ علم ۽ دانش جي هڪ ڊگهي روايت موجود رهي آهي. کيس گهرو ماحول ئي اهڙو مليو، جنهن ۾ هن جو ذهن اعليٰ قدرن واري سماج ڏانهن راغب ٿيو ۽ سندس سوچ اعليٰ شعور جي روپ ۾ اُسري. مغربي دنيا ۾ ٽئگور فلسفيءَ کان وڌيڪ شاعر جي حيثيت ۾ ڄاتو سڃاتو وڃي ٿو.



ٽئگور بنگالي ادب ۾ ڪلاسيڪي سنسڪرت بجاءِ عوامي ٻولي بنگاليءَ جو استعمال ڪيو ۽ هندستاني معاشري جي ڪن خاص پهلوئن کي مغرب سان متعارف ڪرايو. ٽئگور جو فڪر مذهب ۽ فلسفي جي ميلاپ مان وجود ۾ آيل آهي. سندس ادبي سرمائي ۾ شاعريءَ جو وڏو حصو آهي، جيڪو لڳ ڀڳ ٻن هزارن کان مٿي گيتن تي مشتمل آهي ۽ سندس گيتن کي بنگالي ادب ۾ خاص جاءِ ڏني ويئي ۽ انهن گيتن کي 'رابندر سنگيت' جو نالو ڏنو ڏني ويئي ۽ انهن گيتن کي 'رابندر سنگيت' جو نالو ڏنو ويو. پوءِ به هن ناول، افسانا، سفرناما، ڊراما ۽ ٻيا ڪوڙ مضمون لکيا آهن. رابندر ناٿ ٽئگور جو ڏاڏو دوارڪا عربي ۽ فارسي دانيءَ ۾ پنهنجي وقت ۾ ڏاڍو مشهور هو. سندس خاندان ۾ سنسڪرت ۾ لکيل قديم ڌرمي ڪتابن سان گڏ اسلامي روايتن ۽ فارسي ادب سان گهري دلچسپي قائم رهندي آئي. اهو ئي سبب آهي، جو ٽئگور جي لکڻين ۾ ننڍي کنڊ جي مختلف ڌرمن ۽ تمدني روايتن جون جهلڪيون چٽيون نظر اچن ٿيون. سندس نثر ۾ سماجي سوالَ، سياسي خيال ۽ تعليمي تصورن سان گڏ عالمي ڀائيچاري جي جهلڪ ملي ٿي، جڏهن ته سندس شاعريءَ ۾ مذهب ۽ روحانيت سان گڏوگڏ فطرت ۽ زندگي جي سُرور جو عڪس موجود آهي. سندس شاعريءَ جون جڙون حب الوطني ۽ عالمي ڀائيچاري ۾ کتل نظر اچن ٿيون. ادبي تاريخ ۾ ٽئگور جي اهميت جو اندازو ان حقيقت مان لڳائي سگهجي ٿو ته هندوستان ۽ بنگلاديش ٻنهي ملڪن سندس گيتن کي پنهنجي قومي تراني ۾ شامل ڪيو آهي. کيس 1913ع ۾ سندس شاعري جي ڪتاب "گيتانجلي" جي انگريزي ترجمي تي نوبل انعام ڏنو ويو هو. هن ڪتاب جو انگريزي ترجمو پاڻ ڪيو هئائين. سندس ڪارنامن ۾ هڪ وشوا ڀارتي (Vishva-Bharti) يونيورسٽيءَ جو قيام ۽ ٻيو مغربي بنگال ۾ "شانتي نڪيتن" آشرم جو قيام آهي، جيڪو ادب، سنگيت، مصوريءَ ۽ سنگتراشيءَ جي علم جو وڏو مرڪز رهيو آهي. شانتي نڪيتن جهڙي درسگاهه جي قيام ۾ سندس پيءُ جو ساٿس وڏو ساٿ رهيو، جو هن پنهنجي وسيع جاگير مان زرعي زمين جو ڪافي حصو هن اداري لاءِ وقف ڪيو. هن اداري جي شاگردن مان 1922ع جي آسڪر اوارڊ يافته فلم ساز ستيه جيت راءِ، 1998ع ۾ نوبل انعام حاصل ڪندڙ امرتاسين ۽ اڳوڻي هندوستاني وزيراعظم اندرا گانڌيءَ کان سواءِ سنڌ جو مشهور سياستدان ۽ دانشور سوڀو گيانچنداڻي شامل آهن. 1913ع ۾ نوبل انعام ۽ 1915ع ۾ کيس "سر" جو خطاب مليو، جيڪو هن 1915ع ۾ ئي جليانوالا قتل عام تي احتجاج طور انگريزن کي موٽائي ڏنو. سندس ڪتابن جي هڪ ڊگهي لسٽ آهي، جنهن مان ڪي ڪتاب هيٺ ڏجن ٿا:

(1) ڪبي ڪهني (1878: A poets tale)، (2) سنڌيا سنگيت (1882ع)، (3) پرڀات سنگيت (1883ع)، (4) راجشاهي (1887ع)، (5) راجا اوراني (1889ع)، (6) وسرگان (1890ع)، (7) مناسي (نظم :1890ع)، (8) چتر لگدا (ڊراما:1892ع)، (9) يورپ جاتر ڊائري (93-1891ع)، (10) والميڪي پرتيا (1893)، (11) سونارتاري (شاعري: 1894ع)، (12) ڪٿا (1900ع)، (13) ڪلپنا (1900ع)، (14) نئہ وديا (1901ع)، (15) نشتنير (ٽتل آکيرو-1901ع)، (16) شرڻ (1902ع)، (17) چوچربالي (اک سور: 1905ع)، (18) گورا (ناول: 09-1907ع)، (19) گال پگوچا (ڪهاڻيون: 1912ع)، (20) چناپترا (1912ع)، (21) گيتانجلي (نثري نظم :1912ع)، (22) جبان سمرتي (1912)، (23) ڊاڪ گهر (1912ع)، (24) The Crescent Moon (1913)، (25) Glimpses of Bengali Life (1913)، (26) The Hungry stones and other stories (1913)، (27) چترا (1914ع)، (28) سڌنا (1914ع)، (29) چترنگا (1916)، (30) Stories from Tagore، (31) جپان جاتري (1919ع)، (32) Greater India (1921)، (33) Letters from Abroad (1924)، (34) Broken ties & other stories (1925)، (35) Rabindranath Tagore: 22 poems (1925)، (36) ناتر پوجا (1926ع)، (37) Letters to a friend (1928)، (38) شيشر ڪويتا (1929ع)، (39) جاتري (1929ع)، (40) ياگا يوگ (1929ع)،

(41) The religion of man (1940)، (42) Mahatmahi and Depressed Humanity (1932)، (43) The Golden Boat (1932)، (44) چار اڌيايہ (1934ع)، (45) شيش سپتڪ (1935ع)، (46) پترا پُوٽ (1936ع)، (47) Collected Poems and Plays (1936)، (48) سيمجوتي (1938ع)، (49) پرانتڪ (1938ع)، (50) سياما (1939ع)، (51) آڪاس پرديپ (1939ع)، (52) نباجاتڪ (1940ع)، (53) جنم دني (1941ع)، (54) Last Poems (1941)، (55) Crisis in Civilization (1950)، (56) More Stories form Tagore (1951)، (57) A Tagores' Testement (1955)، (58) Wings of Death (1960)، (59) On Art and Aesthetics (1961)، (60) رابندر رچنا بلي (27 جلد: 37-1934ع)، (61) Rabindranath Tagore: Selected Poems (1985) (62) Rabindranath Tagore Selecte Short Stories (1991).

رابندرناٿ جو سمورو شعري ذخيرو، ڪيترا ناول ۽ ڪهاڻيون ورهاڱي کان اڳ سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿي چڪيون هيون. ٽئگور جا شعري مجموعا ”گيتانجلي“ ۽ ”پريت جا گيت“ منگهارام ملڪاڻيءَ جهڙي عالم منظوم سنڌي ترجمو ڪيا هئا، جيڪي 41-1940ع ۾ ڇپيا. سندس ڪيترا ناول جن ۾ ’گورا‘ ۽ ’اڪ‘ سور شامل آهن، نہ رڳو ورهاڱي کان اڳ پر پوءِ بہ سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿي ڇپيا آهن. ’اڪ سور‘ تہ ساهتيہ اڪادمي دهليءَ ڇاپيو آهي. سنڌيءَ جي وڏي شاعر ڪشنچند بيوس ٽئگور جي شاعريءَ جي اپياس لاءِ انگريزي سِکي ۽ ڪيترن سالن تائين لاڙڪاڻي ۾ ٽئگور ڪلاس هلايا. ٽئگور جي شعر ۽ نثر جو سنڌي ادب تي وڏو اثر آهي.

بنگالي ادب جي هزار سالا تاريخ ۾ ٽئگور جهڙو قدآور شخص نظر ڪونہ ٿو اچي. سندس گيتن ڪي اڄ بہ لکين بنگالي جيءَ ۾ جايون ڏيندا آهن. مارچ 1913ع ۾ گيتانجليءَ جو انگريزي ترجمو لنڊن مان ڇپيو هو. نومبر ۾ ان کي انعام جو مستحق قرار ڏنو ويو. انهي وچ ۾ ان جا ڏهہ ڇاپا ڇپجي چڪا هئا. ٽئگور وٽ ماڻهن جي آزاد زندگيءَ ويچارن کي وڏي اهميت رهي آهي. ٽئگور، هندستان جي عظيم رهنما گانڌيءَ جو وڏو پرستار هو، هن ڪڏهن بہ گانڌيءَ جي قوم پرستيءَ کي شڪ جي نظر سان نہ ڏٺو. سندس گانڌيءَ سان ڪيترن نڪتن تي اختلاف بہ رهيو، پر هو گانڌيءَ جي سياسي صلاحيتن جو هميشہ متعرف رهيو. هن ئي گانڌيءَ کي ”مهاتما“ جو لقب ڏنو ۽ ان کي مقبول بنايو. زندگيءَ جي آخري گهڙين ۾ هو هندوستان جي مستقبل مان مايوس ٿي چڪو هو. هن 17 آگسٽ 1941ع تي ڪلڪتي ۾ وفات ڪئي.

**ٽئنڪ**: جنگ ۾ استعمال ٿيندڙ هڪ قسم جي لوهي گاڏي. (هيءَ انگريزي ٻوليءَ جو لفظ آهي) خاص طرح بارودي لڙائيءَ ۾ ڪم ايندڙ لوهي گاڏي، جيڪا ڦيٿن تي چڙهيل لوهي زنجيرن وارن پٽن جي ڪري هر قسم جي ڪَڏن ڪوهن واري زمين تي هلي سگهندي آهي. 1965ع ۾ پاڪ- ڀارت جنگ ۾ ’چنب- جوڙيان‘ جي محاذ تي، ٻنهي ملڪن جي ٽئنڪن جي وڏي لڙائي لڳي، جنهن ۾ ايتري تعداد ۾ ٽئنڪون تباهہ ٿيون جو اڄ ڏينهن تائين اهو علائقو صاف نہ ٿي سگهيو آهي ۽ ان هنڌ کي ”ٽئنڪن جو قبرستان“ بہ چوندا آهن.



**ٽئنڪ ائسڊ**: هي هلڪي پوري رنگ جو پائوڊر آهي، جيڪو ماجو (گالسي) مان ڪڍيو ويندو آهي. منجهس خاص بوءِ آهي ۽ ذائقو خشڪ ٿئي ٿو. ٽئنڪ ائسڊ، باهہ جي سڙڻ وارن زخمن جي علاج لاءِ ڪم ايندو آهي. گهٽ ۾ گهٽ ڪري 1: 1000 جي نسبت جو ائڪريفليون جي سوليوشن سان گڏي لڳايو ويندو آهي. تمام سٺو فائدو ڏئي ٿو. گِلسرين سان گڏ بہ لڳايو ويندو آهي. طبي ماهرن مؤجب سُڪل ڏڍ لاءِ مفيد آهي؛ برنال ۾ بہ ملايو ويندو آهي.

**ٽئونر/ ٽؤنر**: ڦندڻ، سَٽ يا پٽ جو جهاپو، ٽوپيءَ تي لڳل گل يا موڙ، جيڪو سونهن ۽ سينگار لاءِ پٽين، ڇتين، جانورن، وهٽن وغيره کي ٻڌندا آهن. اُن کي سينگار لاءِ بہ ’ٽؤنر‘ ٻڌندا آهن. سنڌ جي ڪن علائقن ۾ ٽئونرن واريون مخصوص جتيون بہ پاتيون وينديون آهن.

**ٽِياسڻ**: فوتيءَ جو ٽيون ڏينهن. فوتيءَ جي ٽئين ڏينهن تي هڪ رسم ادا ڪئي ويندي آهي، جنهن ۾ فوتيءَ جي روح کي ختمو ڏياريندا آهن. انهيءَ موقعي تي راڄ کي خيرات جي ماني کارائيندا آهن. مولوي کي ڪپڙن جو رڳو ڍڪائيندا ۽ ختمي ۾ مولوي جي لاءِ خاص ست رڇي ڪاڏو نهرائيندا آهن.

**ٽِياسڻ**: ٽن انگهن واري ڪاٺي، جيڪا زمين ۾ کتل هجي، اها ڪاٺي گهر جي اڱڻ ۾ کتل هوندي تہ ان جي انگهن ۾ ٿانوَ ٽنگي ڇڏبا آهن. ڪاسائي ٽياسڻ يا ٽياسن ۾ پَهُرو کُهي ٽنگيندا آهن. جنهن کي ”ڇيئڻ“ بہ چئبو آهي.

**ٽِياڪُ/ ٽِياڪڙ**: ٻن ڌرين جي وچ ۾ پئي ٽيون ڌر ٽياڪڙ: ٻن ڌرين جي وچ ۾ پئي نبيرو ڪندڙ ٽيون ماڻهو. ”ٽياڪڙ“ جي لاءِ سنڌ ۾ جدا جدا اصطلاح ڪم آڻيندا آهن. ڪي سٺي ۽ صلح جو معنيٰ ۾ تہ ڪي وري طنزيہ معنيٰ ۾ استعمال ڪندا آهن. پر ”ٽياڪڙ“ اڪثر سٺيءَ معنيٰ ۾ ڪم آڻبو آهي، جو اهو اڻ ڌريو ٿي غير جانبداريءَ ۽ نيڪ نيتيءَ سان صلح ڪرائيندو آهي.

**ٽياڪڙي** (Arbitration): ٻن ڌرين جي تڪرار ۾ هڪ ٻي ريا ٽياڪڙ جو نبيرو. هن ڏس ۾ ثالثي يعني ٽياڪڙي ڪندڙ جو فيصلو قبول ڪرڻ لاءِ ٻئي ڌريون اڳواٽ اقراري ٿينديون آهن.

**ٽي. ايچ. وني ڪرم** (گهاتم وڄتو): سنگيت جو هڪ فنڪار. هن کي پيار مان ”وِڪو“ سڏيندا آهن. هي گهاتم، ٺڪر جي ماٽيءَ جي منهن کي پيٽ سان لڳائي، هٿن سان وڄائي تال ۽ ٺيڪو لڳائيندو آهي. ٽي. ايچ. وني ڪرم، گهاتم ساز جو البيلو فنڪار آهي. هن گهاتم کي دنيا سان متعارف ڪرايو. هي ڪرناٽڪي موسيقيءَ جي انگ جو وڄتو آهي. 1945ع ۾ ڄائو. سندس والد هري هاراشرما، مرگدر جو وڏو فنڪار هو. هن گهاتم وڄائڻ جي سکيا پنهنجي پيءُ کان ورتي. 13 سالن جي عمر ۾ وقت جي وڏن فنڪارن جي. اين بالا سوب



مانيام، ماڻو راءِ ماني، سيمن گوڙي ۽ مهاراجا پورام سان گهاتم وڄايائين. هن 1970ع واري ڏهاڪي ۾ استاد ذاڪر علي طبلي نواز سان گهاتم کي يورپ ۾ متعارف ڪرايو. هن ايل- شنڪر ۽ تمام وڏي وائلن نواز جان ميڪلو گهلن سان يورپ ۾ گهاتم تي سنگت ڪئي. وڪو ۽ ذاڪر جو نالو هاڻي يورپ ۾ گڏ ورتو وڃي ٿو. هن وڄت تي ڪيترائي ڪتاب لکيا آهن. هن ڪيترن ئي شاگردن کي هن ساز وڄائڻ جي تربيت ڏني آهي. موجوده وقت ۾ پاڻ، "گنيش تال وديا وديالا پرهيوشن اسڪول مدراس" جو پرنسپال آهي. سندس ننڍو ڀاءُ سڀاش چندرا به گهاتم وڄائڻ جو استاد ڪاريگر آهي ۽ هڪ اسڪول ۾ سکيا ڏيندو آهي. هن کي ڪيترائي اوارڊ مليل آهن. 1991ع ۾ کيس دنيا جي موسيقار جو وڏو ايوارڊ گريمي (Grammy) ڏنو ويو. جڏهن ته 1988ع ۾ کيس 'سنگيت ناٽڪ اڪيڊمي' جو اعليٰ پڻ اوارڊ مليل آهي.

**ٽي. ايس. ايليٽ**: ٽي. ايس. ايليٽ، آمريڪا ۾ مسوري رياست جي مشهور صنعتي شهر 'سينٽ لوئيس' ۾ 1888ع ڌاري پيدا ٿيو. هن جو والد، صنعتي دنيا ۾ وڏي شهرت رکندو هو. ايليٽ پنهنجي خانداني روايت مطابق هارورڊ يونيورسٽي ۾ تعليم حاصل ڪئي ۽ چار سال فلسفي جو علم به پڙهيائين. 1910ع ۾ هو ادب ۽ فلسفي جي وڌيڪ ڄاڻ حاصل ڪرڻ خاطر پئرس جي 'ساربون يونيورسٽي' ۾ داخل ٿيو ۽ اتان واپس اچڻ سان وري اعليٰ تعليم لاءِ هارورڊ يونيورسٽيءَ ۾ داخلا ورتائين. ايليٽ 1914ع ڌاران آمريڪا کان لڏي اچي انگلينڊ ۾ رهڻ لڳو، جتي بعد ۾ کيس شهريت به ملي ۽ جتي پاڻ مستقل طور رهڻ جو



فيصلو ڪيائين. ايليٽ پنهنجي زندگيءَ جو آغاز "استاد" جي حيثيت سان ڪيو. هن محسوس ڪيو ته پڙهائڻ هڪ ڏکيو پيشو آهي، جنهن ۾ ذهني- پيڙا گهڻي ٿئي ٿي ۽ ذهني اوسر به رڪجڻ جو انديشو ٿئي ٿو ان ڪري هن صاحب ڪجهه عرصي لاءِ بئنڪ ۾ نوڪري حاصل ڪئي. ان عرصي دوران ايليٽ مختلف عنوانن تي لکندو ۽ پڙهندو رهيو، جنهن جي نتيجي ۾ هن "ايلف. ايچ. براڊلي" تي هڪ تحقيقي مقالو لکي ورتو جيڪو 1924ع ۾ ڇپيو هو. ايليٽ 1917ع کان 1919ع تائين، "دي ايگوئيسٽ" رسالي جو سب ايڊيٽر ٿي رهيو ۽ ان دوران ٻين به ڪيترن ئي رسالن ۾ لکندو رهيو. 1922ع ۾ هو "دي ڪرائيٽيرن" جو سب ايڊيٽر ٿيو.

1928ع ۾ ايليٽ جي زندگيءَ ۾ هڪ عجيب موڙ آيو جڏهن هو عيسائيت واري مذهب ۾ داخل ٿيو. لڳي ٿو ته مٿس جان ڊان جو گهرو اثر ٿيو ان ڪري ايليٽ جا ڪافي ترقي پسند خيالن رکڻ وارا دوست مايوس ٿي پيا ۽ ڪائنس پري رهڻ لڳا. ايليٽ جي گهريلو زندگي به سٺي نه رهي. 1915ع ۾ جڏهن هن شادي ڪئي ته هڪ سال گذرڻ بعد سندس زال چري ٿي پئي ۽ کيس چرين واري علاج گهر ۾ داخل ڪيو ويو. اتي هوءَ "نه چرين ۾، نه سياڻن ۾"، واري حالت منجهه 1947ع، يعني پنهنجي زندگيءَ جي آخري سال تائين رهي. ايليٽ ان سان ملڻ لاءِ آخر تائين اتي ويندو رهندو هو. ان پريشانيءَ ۾ ايليٽ 1957ع ۾ پنهنجي پرائيويٽ سيڪريٽري سان شادي ڪئي ۽ پنهنجي حياتيءَ جا پويان سال گهريلو زندگي خوشگوار نموني سان گذاري. آخرڪار جنوري 1965ع ۾ هن وفات ڪئي. هن کي مرڻ بعد وڏي ۾ وڏو قومي اعزاز ڏنو ويو. ايليٽ ويهين صديءَ جي قدآور شخصيتن مان هڪ اهم حيثيت جو مالڪ آهي. هن جي حياتيءَ جا ٽي دور يا حصا آهن. بحيثيت شاعر، نثر نويس ۽ ڊرامه نگار.

**ايليٽ، شاعر جي حيثيت ۾**: ايليٽ بنيادي طور تي شاعر هو. انگريزي شاعريءَ ۾ اسان کي آمريڪا جي سرزمين تي ٻه نوجوان شاعر گهڻو ابرندي نظر آيا. هڪڙو ازرا پائونڊ ۽ ٻيو ٽي.ايس.ايليٽ. هنن جي شاعريءَ ۾ نئون روح، فن ۽ فڪر، طرز ۽ انداز بيان ڏسڻ ۾ اچي ٿو. ايليٽ جڏهن شاعري شروع ڪئي، تڏهن اها صنف پنهنجي اهميت وڃائي چڪي هئي. پڙهيل لکيل ۽ سنجيدي قسم جا ماڻهو ان کان بيزار ٿي چڪا هئا. ايليٽ جي اها ڪوشش رهي ته هو شاعريءَ کي وري ان عروج تي آڻي ته جيئن اعليٰ تعليم وارا ماڻهو به ان مان لطف حاصل ڪن. ايليٽ جي شاعريءَ جو پهريون مجموعو 1917ع ۾ ڇپيو، جنهن ۾ سندس اٺن سالن دوران لکيل شاعري شامل هئي. انهن نظمن ۾ نمايان نظم (Love Song of Alfred Prafrock) آهي. هن نظم ۾ هڪ پوڙهي عاشق جو ذڪر ڪيو ويو آهي، جيڪو پنهنجي محبوبه سان روز شام جو گهمندو رهي ٿو. پر عشق کي مقدس امانت سمجهي، سيني ۾ سانڍيو اچي ٿو. سڄي عمر گذرڻ کان پوءِ به ان جو اظهار نه ٿو ڪري، هن نظم ۾ عشق ۽ محبت جو تقدس برقرار رکيو ويو آهي. هن مجموعي ۾ ٻين نظمن کان علاوه (Portrait of A Lady) ۽ (Gerontion) ۾ مشهور ۽ تعريف لائق آهن.

ايليٽ جا ٻه شعري مجموعا هر هڪ 1919ع ۽ 1920ع ۾ نيويارڪ مان ڇپيا هئا. پر هن ۾ شاهڪار نظم "The Waste Land"، جيڪا پهرين نيويارڪ ۾ (1922ع ۽ 1925ع) ۽ پوءِ لنڊن ۾ ڇپي. هن نظم دنيا ۾ ڏاڍي مشهوري ماڻي. هن نظم جو فارم ۽ انداز بلڪل انوکو آهي. چار سؤ ٽيٽيهه سٽن تي مشتمل هي نظم، جديد انگريزي شاعريءَ ۾ هڪ شاهڪار نظم جي حيثيت ۾ سڄي دنيا ۾ مشهور آهي. هن نظم جا پنج حصا آهن. جيڪي عام طور تي هڪ ٻئي کان جدا ٿا لڳن، پر وري وري پڙهڻ سان خبر پوي ٿي ته انهن جو پاڻ ۾ گهاٽو ڳانڍاپو آهي. ايليٽ جي عظيم شاهڪارن مان هيءَ نظم سرفهرست آهي. هن کان علاوه "The Hollow Man"، "East Coker"، "Ash Wednesday" ۽ "The Four Quarters" به عظيم شاهڪارن ۾ شامل آهن.

**ايليٽ، نثر نويس جي حيثيت ۾:** ايليٽ جي نثر جو مطالعو ڪرڻ کان پوءِ اسان اهو چوڻ تي مجبور ٿا ٿيون ته: "ايليٽ هڪ ئي وقت عظيم شاعر به آهي ته اعليٰ قسم جو نثر نويس به." هن جي نثر پڙهڻ سان خاص طور تي ڌارين (انگريزي کان علاوه) ٻولين وارن کي گهڻو فائدو رسي ٿو. ايليٽ جي اندر وارو شاعر انوکي انداز سان تخليق ۾ مصروف هو. سندس مذهبي عقيدي جي ڇاپ ڪٿي به ڏسڻ ۾ نه ايندي هئي، ڇاڪاڻ ته هو فن کي آزاديءَ سان پيش ڪرڻ جو قائل آهي. حالانڪ سندس مذهبي نظريو رجعت پسند رهيو. پر هن ان کي پنهنجو شخصي فعل سمجهي پاڻ تائين محدود رکي ڇڏيو. ايليٽ جي مضمونن مان چند مضمون جهڙوڪ: "روايت ۽ انفرادي صلاحيت"، "تنقيد جو مقام"، "شاعريءَ جو سماجي ڪارج"، "ڪلاسڪ ڇا آهي" ۽ "ملٽن" وغيره تمام سٺا تنقيدي شاهڪار آهن.

**ايليٽ، بحيثيت ڊرامانگار:** ايليٽ پنهنجي جڳ مشهور ليڪچر، "شاعري ۽ ڊرامه" (1949ع) ۾ ڪافي تفصيل سان انهن ٻنهي تي روشني وڌي آهي ۽ صاف لفظن ۾ ٻڌايو اٿس ته "منظوم ڊرامو" ادب جي سڀ کان بهتر صنف آهي. زندگيءَ بابت جيڪي ڪجهه شاعريءَ ۾ پيش ڪري سگهجي ٿو، اهو وڌيڪ بهتر طور تي ڊرامي ۾ پيش ڪري سگهجي ٿو ڇاڪاڻ ته ان جي ادائگي جيئرن جاڳندن ڪردارن جي روپ ۾ سيني جي آڏو وڌيڪ اثرائتي نموني سان پيش ڪري سگهجي ٿي ۽ ان جو اثر ديرپا ٿئي ٿو.

جهڙيءَ طرح ايليٽ جي شاعريءَ کي پراڻن پيمانن ۾ ماپڻ مشڪل آهي، اهڙيءَ طرح هن جا ڊراما به ڪاميڊي يا ٽرئجڊي جي ڏسيل طريقن تحت ناهن. هن جي ڊرامن ۾ اهي اصول ئي منجهيو وڃن. مٿس يوناني ڊرامن ۽ ڊانٽي جو اثر گهڻو ٿو ڏسجي. ايليٽ جي لکيل ڊرامن ۾، جيڪي هن زندگيءَ جي آخري دور ۾ لکيا، اسان کي غم ۽ خوشيءَ جو سنگم ڏسڻ ۾ ٿو اچي. سندس پهريون ڊرامو "Murder in the Cathedral"، جيڪو عنوان تحت ٽرئجڊي لڳي ٿو، پر ان جي اختتام کي ايليٽ ڪاميڊي بڻائي ڇڏيو آهي. ڇاڪاڻ ته ٿامس بيڪٽ جي موت کي ڪليسا سان شادي ڪري پيش اٿس، جنهنڪري هو هڪ مثالي هيرو بڻجي وڃي ٿو. حالانڪ هن کي ڪليسا ۾ سپاهي اچي قتل ڪيو، جن کي پادريءَ اهڙو حڪم ڏئي موڪليو هو.

ايليٽ جو ٻيو ڊرامو "The Family Remount"، جيڪو انگلينڊ جي سماج جي عڪاسي ڪري ٿو، جنهن ۾ مفاد پرستي ۽ ذهني خلفشار جو نمونو ڏيکاريو ويو آهي. اهڙيءَ طرح سان ايليٽ پنهنجن ٻين ڊرامن، "The Confidential Clerk"، "The Elder Ratesman" ۽ "The Cocktail Party" ۾ به پنهنجي سماج جي اوڻاين کي اگهاڙو ڪري ننديو آهي. شيڪسپيئر کان پوءِ اٽڪل ٽي سؤ سالن گذرڻ بعد منظوم ڊرامي جي روايت کي وري زنده ڪيائين ۽ نه فقط روايت کي جيئاريائين بلڪ ان ۾ جدت به شامل ڪري ڏاڍي خوبصورتي سان سينگاري پيش ڪيو اٿس. ايليٽ ويهين صديءَ جي قدآور شخصيتن مان هڪ آهي. هو پنهنجي آمريڪي مزاج سميت روايتن، مذهبي اصولن ۽ عقيدن کي سيني سان لڳائي اڳتي وڌندو رهيو. هن ادب ۾ رومانيت جي مخالفت ڪئي ۽ وڏين شخصيتن سان ادبي اصولن تي اختلاف ڪيو. انهن وڏن اديبن ۾ شيڪسپيئر، ملٽن، ڪالرج، گوئٽي ۽ روسو وغيره جهڙا وڏا عالم اچي ٿا وڃن.

ٽي. ايس. ايليٽ ننڍي کنڊ جي مختلف ٻولين ۽ علم ادب تي گهرو اثر ڇڏيو ۽ پاڻ به هندو ۽ ٻڌمت کان متاثر ٿيو آهي، ڇاڪاڻ ته هن جي نظمن، "The Waste Land" ۽ "The Four Quarters" ۾ اسان کي هندن، ٻڌمت ۽ سنسڪرت جا حوالا ملن ٿا. سڀ کان پهريائين ايليٽ بنگالي تنقيدي ادب کي متاثر ڪيو. بنگالي ادب ۾ ترجمو ڪرڻ وارا هئا ٽئگور ۽ سُڌن دتا. ٽئگور ايليٽ جي هڪ نظم "Journey to Magi" کي 1931ع ۾ ترجمو ڪيو هو ۽ عنوان ڏنو هئائينس، "تيرٿا جاترا". هن نظم کان ٽئگور ڏاڍو متاثر ٿيو. سُڌن دتا، بنگالي ادب ۾ صنعتي ترقي ۽ سماجي ڊوڙ جي خراب اثرن کي محسوس ڪيو ۽ ڪيس پنهنجي ادب ۾ "Waste Land" ڏسڻ ۾ آئي. ان اثر کي ختم ڪرڻ لاءِ سُڌن دتا ايليٽ جو ترجمو بنگالي ٻوليءَ ۾ ڪيو ۽ هن جي تنقيدي نظريي کي عام ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ان طرح سان بنگال جا ڪيترا اديب ايليٽ کان متاثر ٿيا، جن ۾ بشنوديؤ، مقامي ڪاليج ۾ انگريزيءَ جو پروفيسر پيش پيش هو. ايليٽ اردو ادب ۽ ٻوليءَ کي ڪافي حد تائين متاثر ڪيو آهي. ڊاڪٽر جميل جالبيءَ ايليٽ جا چونڊ مضمون ترجمو ڪري وڏو ڪارنامو انجام ڏنو آهي. ڊاڪٽر ابوالخير ڪشفيءَ، اردو ادب جي مشهور پروفيسر جو چوڻ آهي ته: "ايليٽ اردو ادب کي ايترو ته متاثر ڪيو آهي جو اسان کي پنهنجن نظرين ۽ سوچن کي متاثو پئجي ويو، خاص طور تي تنقيدي سوچ کي وڌائڻ ۾ ڪافي مدد حاصل ٿي." مشهور ناول نگار خاتون قرت العين حيدر، پنهنجي ناول "آگ ڪا دريا" جو آغاز ئي ايليٽ جي نظم سان ڪيو آهي. اهڙيءَ طرح سان ٻيا به ڪيترائي ليکڪ آهن، جيڪي ايليٽ کان متاثر ٿيا آهن. سنڌي ادب ۾ به ايليٽ کي ڄاتو سڃاتو وڃي ٿو، پر مٿس قلم کڻڻ ڪونه کنيو ويو آهي. سڀ کان پهريائين سائين محمد ابراهيم جويي، ايليٽ جو مضمون "شاعريءَ جو سماجي ڪارج" ترجمو ڪيو هو، جيڪو ٽماهي مهراڻ جي اڳاٽي جلدن ۾ ڇپيو هو ۽ ٻيهر هلال پاڪستان جي پهرئين اسٽائيل واري مئگزين ۾ ڇپيو هو. شيخ اياز، تنوير عباسي ۽ مولانا غلام محمد گراميءَ به ايليٽ کي حوالي طور پنهنجين لکڻين ۾ ڪم آندو آهي. ويجهي ماضيءَ ۾ بدر اُجڻ، ايليٽ جي فن ۽ شخصيت تي هڪ ڪتاب لکيو آهي.

**ٽي. ايس. ايليٽ (ڪتاب):** هي ڪتاب ناميارو ليکڪ بدر اجڻ جو، آمريڪا جي مشهور شاعر، نقاد ۽ نثر نويس ٽي.ايس. ايليٽ جي شخصيت ۽ فڪر تي لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ فاضل ليکڪ، ايليٽ جي شاعري، ڊرامن، تنقيدي ۽ اصلاحي لکڻين جو ڀرپور ذڪر ڪيو آهي. هي ايليٽ جي زندگيءَ تي هڪ مفصل ڪتاب آهي. جنهن ۾ تاج بلوچ، قاضي نذير ۽ تنوير عباسيءَ جا تاثر پڻ شامل آهن. ڊيمي سائيز، ڪچي جلد واري هن ڪتاب ۾ 170 صفحا آهن. جنهن جي قيمت 100 رپيا آهي. هي ڪتاب گل حيات انسٽيٽيوٽ آريجا، لاڙڪاڻي طرفان ٻيو دفعو 1995ع ۾ شايع ٿيو جڏهن ته هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو مهراڻ ڪلچرل سوسائٽي 1989ع ۾ شايع ٿيو هو.




**ٽي. ايل. واسواڻي:** سنڌ جو مشهور صوفي منش، ويدانتي اسڪالر، تعليمدان ۽ شاعر ساڌو ٽي. ايل. واسواڻيءَ جو اصل نالو ٿانورداس ليلا رام واسواڻي هو. جنهن 25 نومبر 1879ع تي حيدرآباد سنڌ جي واسواڻي خاندان ۾ جنم ورتو. سندس ماتا جو نالو رام ديوي هو. هيءُ سندن ٻيو نمبر پٽ هو.

جڏهن ته سندن پهرئين پٽ جو نالو پهلاج راءِ هو جيڪو ٽي. ايل. واسواڻيءَ جي شِش ۽ موجوده واسواڻي مشن/ ٽرسٽ، پوني جي سنڀاليندڙ دادا جشن واسواڻي جو والد هو. ٽي. ايل. واسواڻي اسڪول ۽ ڪاليج جي تعليم پوري ڪري ايم. اي جي ڊگري ورتي ۽ ڪلڪتي جي ’ميٽروپوليٽن‘ ڪاليج ۾ تاريخ ۽ انگريزيءَ جو استاد مقرر ٿيو. جيڪو ڪاليج اڳتي هلي ’وديا ساگر‘ ڪاليج سڏيو ويو. ان زماني ۾ 30 سالن جي عمر ۾ ساڌو واسواڻيءَ جي علمي ڄاڻ جو اهو مقام هو جو هن برلن ۾ ڪوٺايل دنيا جي مذهبن جي ڪانگريس ۾ هندستان پاران شرڪت ڪئي. سندس اتي ڪيل تقرير ۽ پوءِ يورپ جي مختلف ملڪن ۾ ڪيل تقريرن ماڻهن ۾ هندستان جي مذهب ۽ خيالن بابت وڏي دلچسپي پئدا ڪئي. ان کان پوءِ ساڌو واسواڻي ڪجهه وقت لاءِ لاهور جي ديال سنگهه ڪاليج جو پرنسپال ٿي رهيو. بعد ۾ ڪوچ بهار جي وڪٽوريا ڪاليج جو پرنسپال ٿيو. ان بعد مهاراجا پٽيالا کيس مهيندرا ڪاليج جي پرنسپال ٿيڻ جي آڇ ڏني، پر ان وقت نوڪريءَ تان استعيفيٰ ڏيئي اچي پنهنجي شهر حيدرآباد سنڌ ۾ رهيو. انهيءَ زماني ۾ هندستان ۾ مهاتما گانڌيءَ ’ستيا گرهه‘ تحريڪ شروع ڪئي، جنهن ۾ هن ’اوم منڊليءَ‘ جي سوين عورتن ۽ مردن سان گڏجي ڪراچيءَ جي ’خالق ڏني هال‘ آڏو حصو ورتو. پوليس کيس ٻين ستيا گرهين سان گڏ گرفتار ڪيو ۽ سمورن کي 14 ڏينهن جي جيل جي سزا ڏني وئي، پر ساڌو واسواڻيءَ جي شهرت ۽ علميت کي ڏسي کيس چئن ڏينهن بعد آزاد ڪيو ويو. هن ستيا گرهه تحريڪ جي حمايت ۾ ڪيترائي ڪتاب لکيا، جن مان مکيه هي هئا.



(1) Indian Arise, (2) Awake, Young India, (3) India Adventure, (4) India in Chains, (5) Secrets of Asia, (6) My Mother Land, (7) Builders of Tomorrow, (8) Apostles of Tomorrow.

ساڌوءَ سنڌ ۾ مهاتما گانڌيءَ جي عدم تعاون تحريڪ (Non-Co-operative Movement) تحريڪ جي حمايت ۾ پڻ زوردار ڪم ڪيو. قومي هلچل جي انهيءَ عرصي ۾ هو تعليم جي روشني پکيڙڻ طرف راغب ٿيو. پهرين شاستريءَ جي مدد سان راجپور ۾ ’شڪتي آشرم‘ کوليائين ۽ پوءِ نوجوانن ۾ بيداري پيدا ڪرڻ لاءِ ليڪچر ڏيڻ شروع ڪيائين. 1930ع ۾ پنهنجي جنم ڀوميءَ حيدرآباد ۾ ’سکي ست سنگ‘ نالي جماعت جوڙي رجسٽرڊ ڪرائي، جنهن جو مقصد تعليم، صحت، سماجي ، ثقافتي ۽ تهذيبي ميدان ۾ ماڻهن جي خدمت ڪرڻ هو ساڳئي ئي سال ۾ ساڌو واسواڻيءَ ڪراچيءَ ۾ ست سنگ لاءِ ’ڪرشنا ڪنج‘ مندر ٺهرايو جتي انگريزيءَ ۾ گيتا بابت ليڪچر ڏيندو هو.

ساڌو واسواڻيءَ 1933ع ۾ حيدرآباد ۾ ڪيترائي فلاحي ۽ تعليمي ادارا قائم ڪيا، جن کي سڄي دنيا اندر ’ميرا موومينٽ ان ايجوڪيشن‘ سڏيو ويو، جنهن جو بنيادي مقصد جديد سائنسي تعليم ۽ آدرشن سان ناتو جوڙڻ هو. هيرآباد، حيدرآباد ۾ قائم ڪيل ’سينٽ ميران اسڪول‘ ان جو عام مثال آهي، جتي ٻارن ۾ سائنسي تعليم سان گڏ سندن ڪردار جي جوڙ جڪ ۽ سندن دل ۾ خلوص، خدمت ۽ قربانيءَ جا گڻ پيدا ڪرڻ هو. هن تحريڪ ڪيترن تعليمي ۽ سماجي ڀلائيءَ جي ادارن کي جنم ڏنو. ساڌو واسواڻيءَ جو ’ميران يونيورسٽي‘ قائم ڪرڻ جو خواب 1947ع جي ورهاڱي پورايورا ڪري ڇڏيو. ساڌو ٽي. ايل. واسواڻي ورهاڱي کان پوءِ سنڌ نه ڇڏڻ جو ارادو ڪيو پر ڀارت مان آيل ڪجهه پناهه گير مسلمانن جي رويي ۽ جنوني تعصب کي ڏسندي هن مجبوراً 16 نومبر 1948ع تي وطن جا وڻ ڇڏيا. پهرين ڪجهه وقت بمبئيءَ ۾ رهيو ۽ فيبروري 1949ع تي پوني شهر ۾ مستقل رهائش اختيار ڪيائين. 1950ع کان ساڌو واسواڻيءَ صحت، تعليم، سماجي ۽ تهذيبي ميدان ۾ خدمت جو ڪم شروع ڪيو. ان ڏس ۾ ’Brotherhood‘ نالي هڪ جماعت، انڊين سوسائٽي ايڪٽ 1860 ۽ بمبئي پبلڪ ٽرسٽ ايڪٽ هيٺ رجسٽرڊ ڪرائي. تنهن جون سرگرميون 1950ع کان وٺي سندس زندگيءَ جي آخري سال 1966ع تائين جاري رهيون. ساڌو واسواڻيءَ جي روشن خيال اڳواڻي ۽ اتساهيندڙ رهنمائيءَ ۾ عورتن ۽ مردن وڌ ۾ وڌ حصو ورتو ۽ هن تنظيم روشن خياليءَ جو پيغام اولهه توڙي اوڀر جي ملڪن ۾ پکيڙيو. هن پنهنجي پوني واري آشرم مان هڪ ئي وقت انگريزي هندي ۽ سنڌيءَ ۾ ڪيترين ئي مخزنون ۽ ڪتابي سلسلا جاري ڪيا. سينٽ ميران اسڪول، حيدرآباد مان جاري ڪيل مئگزين ”ميران“ اتان به انگريزيءَ ۾ نڪرندو رهيو ۽ سنڌيءَ ۾ ماهوار ”سنت مالا“ جو اشاعتي سلسلو به جاري رکيائين.

دادا واسواڻيءَ 1962ع ڌاري پوني ۾ ”ميران ڪاليج فار گرلس“ کوليو، جنهن جو پهريون پرنسپال ڪي. اين واسواڻي هو. سنڌي ٻوليءَ جي مشهور ليکڪا ايشوري جوتواڻي به هن ڪاليج سان لاڳاپيل رهي آهي. ساڌو واسواڻي سچو صوفي، ديش ڀڳت، پريم پرچارڪ، شاهه لطيف ۽ ٻين صوفي ۽ ويدانتي شاعرن جي ڪلام جو پارکو هو. هن دنيا جي سڀني مذهبن جي تعليم جو اڀياس ڪيو هو ۽ مذهبن جي ڪثرت پويان بنيادي وحدت جو قائل هو. سڀ ۾ پرين پسي، پيار ۽ ايڪتا جو پرچار ڪندو رهيو. سندس لفظن ۽ گفتن ۾ جادوءَ جو اثر هو. شاهه لطيف جي لفظن ۾ سندس ”تارن ۾ تبرن“ جهڙو تاثير هو. جنهن سان نهاريندڙ کي موهي ڇڏيندو هو. سنڌ جي سرزمين سوين ساڌو ۽ درويش پيدا ڪيا آهن. پر هن ماڻهپي جي ڏڪرواري دور ۾ ساڌو واسواڻيءَ جو ڪم انسانيت لاءِ غنيمت هو. سندس محفل ۽ مجلس ۾ روح کي راحت ۽ من کي آسيس ملندي هئي. هو شاعر به هو. نهٺائي ۽ سادگي هن جي مزاج جو حصو هئي. ان ڪري نماڻائيءَ سان زندگي گذاريائين. شاعريءَ ۾ تخلص ”نوري“ ڪم آڻيندو هو. سندس شاعري جا ڪيترائي ڪتاب ڇپيل آهن. پر سندس ڪلام جو جامع ڪتاب ”نوري گرنٿ“ هڪ ذخيم ڪتاب آهي. ساڌو واسواڻيءَ انگريزيءَ ۽ سنڌيءَ ۾ تمام گهڻا ڪتاب لکيا. جن جو مختصر تفصيل هن ريت آهي:

(1) نوري گرنٿ، (2) نوري ٻاٽي، (3) پشپ مالها، (4) گيتانجلي (سنڌيءَ ۾)، (5) سهاڳڻ، (6) سنتن ساکي، (7) روح رباب، (8) گوتم گيتا، (9) سکمني صاحب (ترجمي سان)، (10) نوري پشپا نجلي (نوري گرنٿ مان چونڊ: 1973ع)، (11) سنڌ جو محبوب (شاهه لطيف: اپريل 1958ع)، (12) گيانيو شور، (13) سوامي رام تيرٿ، (14) پلٽو پيارو، (15) پياري جي پياس ۾، (16) رگهونات، (17) ٽي تصويرون، (18) امر جوتي، (19) تصويرون (يادگيريون)، (20) گرمهما (I-II)، (21) تڪا تمهارو، (22) دين درويش، (23) صدقي سونهارا (24) سنت

سورداس، (25) پياري جي پکن ۾، (26) ست پرک جي ساکي، (27) گلشن گلزار، (28) نمائي نمائو، (29) شيرين، (30) ڳوناٺا، (31) مارئي، (32) پاڳل هرناٺ، (33) رشين جي روشنيءَ ۾ شريمت ڀڳوت گيتا، (34) شري جپ صاحب: سکيا ۽ سار (ٽي جلد)، (35) پشپ مالها VIII (1985ع)، (36) پشپا نجلي 1984، (37) نوري ۽ انجليءَ جا گيت.

ساڌو واسوائيءَ انگريزيءَ ۾ به ڪيترائي ڪتاب لکيا جن مان "Religon & Culture-1930" اهم ڪتاب آهي.

سنڌ جي هن سپوت 14 جنوري 1966ع تي پنهنجا سمورا ڪپڙا غريبن ۾ ورهائي پنهنجي لاءِ صرف ٻه جوڙا رکيا، پندرهين جنوريءَ تي ويل چيئر تي ويهي، ڏن ۽ ڪپڙا غريبن کي دان ۾ ڏنا ۽ 16 جنوري 1966ع تي پوني ۾ وفات ڪئي. مرڻ وقت وصيت ڪيائين ته سندس هاڻيون سونهاري سنڌ ۾ موڪلي سنڌو نديءَ ۾ پرواهه ڪيون وڃن. 13 اپريل 1966ع تي اها رسم حيدرآباد ۾ ادا ڪئي وئي ۽ گدوءَ وٽان سندس خاڪ کي سنڌو جل جي حوالي ڪيو ويو. ساڌو واسوائيءَ جي لاڏاڻي کان پوءِ سندس سچي ۽ روحاني پوئلڳ دادا جشن واسوائيءَ 1978ع تي دادا ٽي. ايل. واسوائيءَ جي شروع ڪيل "Brother hood association" کي "ساڌو واسوائي مشن" ۾ تبديل ڪيو. جيڪا اڄ تائين ساڌو واسوائيءَ جي تحريڪ فڪر کي ساڳي جوش ۽ جذبي سان هلائيندي اچي ٿي.

**ٽيبل ٽينس** (Table Tennis): هن راند ۾ رانديگرن جو تعداد ٻه يا چار ٿئي ٿو. جيڪي بال کي ريڪٽ (Rackets) سان ڌڪڙا هڻندا ۽ هڪبئي ڏانهن موڪليندا آهن. هي راند هڪ ٽيبل تي کيڏي ويندي آهي، جنهن جي وچ ۾ هڪ ڄاري لڳل هوندي آهي، جيڪا ڌرين جي دنگ لاءِ ٽيبل جي وچ تي ڪٽل هوندي آهي. هي راند 274 x 152.5 x 76 سينٽي ميٽرن جي ٽيبل تي کيڏي ويندي آهي. بين الاقوامي قانون موجب ٽيبل ٽينس لاءِ مقرر ڪيل ايراضي جي ماپ 14 ميٽر ڊيگهه 7 ميٽر ويڪر ۽ 5 ميٽر اوچائي جو


ٽيبل ٽينس راند

ڪمرو مقرر ڪيل آهي. هن راند ۾ بال کي ڌڪ هڻڻ لاءِ ريڪيٽ استعمال ٿيندي آهي. ريڪيٽ ڪاٺ جو گول يا بيضوي ٽڪرو هوندو آهي. جنهن تي ربڙ يا پلاسٽڪ چنبڙيل هوندي آهي. ان جي هيٺيان 6 ڇهن کان اٺن انچن جو مليو به ڪاٺ جو لڳل هوندو آهي. جنهن تي به پلاسٽڪ يا ربڙ چڙهيل هوندو آهي. هن ۾ خاص پلاسٽڪ مان ٺهيل ننڍڙو 44 ملي ميٽرن جو اندران پورو بال استعمال ٿئي ٿو. هر ڌر کي 10-10 جو اسڪور ناهٹو هوندو آهي. جيڪا ڌر يارنهن يا مٿي اسڪور حاصل ڪري، ان کي ڪٽيل ڌر مڃبو آهي. هي انگلنڊ ۾ وڪٽورين دور جي ايجاد آهي. وڏا ماڻهو منجهند جي ماني کان پوءِ يا اڳ کيڏندا هئا. اڳ ۾ نيٽ جي جاءِ تي ڪتاب رکي حد ٺاهي ويندي هئي. جڏهن ته ريڪيٽ جي جاءِ تي ڪتاب جو سخت پاٺو استعمال هيٺ آندو ويندو هو. 1950ع وارن ڏهاڪن ۾ هن جون ريڪيٽون، نيٽون ۽ اصول وضع ڪيا ويا. 1988ع ۾ هن راند کي اولمپڪ جي راندين ۾ شامل ڪيو ويو. هن ۾ استعمال ٿيندڙ بال جو وزن 2.47 گرام مقرر ڪيو ويو آهي. هي راند دنيا جي مشهور راندين ۾ شمار ڪئي وڃي ٿي. پاڪستان ۾ به هيءَ راند مشهور آهي. سنڌ جي جيمخانن ۽ ڪلبن ۾ هي راند کيڏي وڃي ٿي.

**ٽي بي**: (T.B) انگريزي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جيڪو Tuberculosis جو مخفف آهي، جنهن کي سلهه جي بيماري يا ڦڦڙن جي سلهه چوندا آهن. هن



بيماريءَ کي "دِق تپُ" به چوندا آهن. ٽي. بي هڪ وچڙندڙ بيماري آهي، جنهن جو ڪارڻ هڪ جيوڙو آهي. هيءَ بيماري انسانن توڙي جانورن کي ٿيندي آهي. هي جيوڙو جڏهن جسم جي تنتي سرشتي تي حملو ڪندو آهي، تڏهن جسم ۾ ننڍڙا داڻا ٺهي ويندا آهن ۽ اهي ڦڦڙن جي ذريعي ساهه سان گڏ پکڙجي ٻين ماڻهن تائين پهچي ويندا آهن. ٽي. بيءَ جا ٻيا به قسم آهن: هڏين جي، آنڊن جي، چمڙيءَ جي وغيره. اڳاڻي وقت ۾ هيءَ لاعلاج بيماري هئي، پر هاڻي سائنسدانن هن بيماريءَ جو علاج ڳولي ڪڍيو آهي، انهيءَ ڪري هن وقت هن بيماريءَ وگهي مرڻ جو سلسلو ختم ٿي ويو آهي. هن بيماريءَ ۾ مريض کي آرام، صفائي، تازي هوا ۽ هلڪو کاڌو ڏيڻ پڻ علاج ۾ شامل آهي. (وڌيڪ ڏسو: سلهه)

**ٽيپري**: تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: فقير غلام محمد، فقير محمد امين ۽ فقير نورمحمد.

هن نالي سان عمرڪوٽ ۾ ”ٽيپري ڍنڍ“ بہ موجود آهي. قديم دور ۾ ايرندو مهراڻ/ سنڌو درياهہ سڪر وٽان وهندو هو ۽ ٿرپارڪر جي ڏاکڻي ڇيڙي سان سمنڊ ۾ پوندو هو. انهيءَ وهڪري جي پيٽ جا نشان ڍنڍن جي صورت ۾ لاڳيتا ملن ٿا. عمرڪوٽ تعلقي ۾ اهڙن آثارن مان ٽيپري ڍنڍ، ڇور کان اتر طرف پنجن ڪلوميٽرن جي پنڌ تي، موجود آهي، جنهن ۾ هن وقت پوک ٿيندي آهي. ٽيپري ڍنڍ جي ڪري اها ديهہ بہ ”ٽيپري“ سڏجي ٿي.

**ٽيپري جي ڍنڍ**: هيءَ ڍنڍ پڻ عمر ڪوٽ تعلقي ۾ بگري ڍنڍ جي ويجهي هئي، هن وقت ان جا صرف آثار بچيا آهن. ڍنڍ پنهنجو وجود وڃائي چڪي آهي.

**ٽيٽانيم**: ٽيٽانيم هڪ ڌاتو آهي. هن ڌاتوءَ کي سڀ کان پهرين 1789ع ۾ انگلنڊ ۾ ”وليم گريگر“ (Wiliam Gregor) نالي هڪ ڪيميادان لڌو ۽ ان جو نالو ڇهن سالن کان پوءِ (ڪليرٽ) نالي هڪ جرمن سائنسدان ”ٽيٽانيم“ رکيو. ٻي مهاڀاري لڙائيءَ دوران جڏهن سائنسدان نون ڌاتن جي ڳولا ۾ هئا تہ انهن کي هن نئين ڌاتوءَ جي خاصيتن جي باري ۾ خبر پيئي. هن جون بہ وڏيون خوبيون آهن. پهريائين تہ هلڪي هجڻ سان گڏوگڏ مضبوط پڻ آهي ۽ 1000°F کان وڌيڪ گرمي برداشت ڪري سگهي ٿو. (ايليومينم چار سئو ۽ ڇهہ سئو درجا فئرانهائيٽ تي ئي رجڻ شروع ڪندو آهي.) راڪيٽ جيئن تہ آواز کان بہ وڌيڪ تيز رفتاري سان سفر ڪندو آهي، ان ڪري ڌرتيءَ جي ڪشش کان نڪرڻ يا اچڻ وقت ڌاتو رجڻ لڳندو آهي، پر ٽيٽانيم ان مقصد لاءِ استعمال ڪري سگهجي ٿو. هي ڌاتو ڌرتيءَ تي ڏهون حصو وڌ ۾ وڌ ليجنڊڙ ڌاتو آهي، پر سدائين خالص حالت ۾ نہ ٿو ملي.



ٽيٽانيم ڌاتوءَ مان ٺهيل ڇلا

**ٽيٽڙي**: تعلقي نوشهري فيروز ۾ هڪ ديهہ جنهن ۾ ٽيٽڙي، جاويو ڀنگو، جاني مري، مير خان مري، حيدر خان مري، فضل راڄپر ۽ گودون مري شامل آهن.

**ٽيٽم، ايڊوارڊ. ايل** (Tatum, Edward.L): ايڊوارڊ ايل. ٽيٽم (Tatum, Edward. L) کي ”ڪيميائي عملن جو جينياتي مضبوطيءَ جي تحقيقي ڪم“ جي اعتراف ۾ 1958ع ۾ نوبل انعام ڏنو ويو. طب ۽ فعليات جو هي ماهر سائنسدان 14 ڊسمبر 1909ع ۾ ڪولوزيڊو ۾ ڄائو. هن جو پيءُ آرٿر لاري. ٽيٽم (Arthur Lawrie, Tatum) وسڪونسن (Wiscosin) يونيورسٽي جي ميڊيڪل اسڪول ۾ فارماڪولاجي جو پروفيسر هو. ٽيٽم شڪاگو ۽ وسڪونسن يونيورسٽين مان 1931ع ۾ ڪيميا کي گريجيوئيشن ۽ مائيڪروبائلاجيءَ ۾ ايم. ايس. جي ڊگري 1932ع ۾ ۽ ڊاڪٽريٽ جي ڊگري 1934ع ۾ ملي. بيڪٽريا جي تجزئي ۽ ميٽابولزم تي تحقيقي مقالو ايڊون برائون فرڊ (Edwin Braun Ferd) ۽ وليم هيرالڊ پيٽرسن (William Harold) جي نگراني ۾ مڪمل ڪيو هو. 1937ع کان 1941ع تائين ٽينفورڊ يونيورسٽي جي شعبي حياتياتي علوم ۾ ريسرچ ايسوسي ايٽ ۽ ان کان پوءِ 1948ع ۾ ييل (Yale) يونيورسٽي ۾ مائيڪروبائيولاجي جو پروفيسر ۽ ٽينفورڊ يونيورسٽي ۾ حياتياتي ڪيميا ۾ پروفيسر جي حيثيت سان گهڻي تحقيقي ڪم ڪيائين. جنهن ۾ باريڪ جاندارن (Micro Organisms) ۽ ڦل مکي (Drossophila Melanogaster) جي حياتياتي ڪيميا ۽ جينيات شامل آهن.



هن کي آمريڪا جي ڪيميڪل سوسائٽي طرفان 1953ع ۾ ريماسن اوارڊ (Remasen Award) ڏنو ويو. ٽيٽم کي نيشنل فائونڊيشن جي مشاورتي ڪميٽي جو رڪن چونڊيو ويو. هو ڏهن سالن تائين جرنل آف بايولاجيڪل ڪيميسٽري (Journal of Biological Chemistry) جي ادارتي بورڊ ۾ شامل رهيو. طب ۽ فعليات جو هيءُ عظيم سائنسدان 5 نومبر 1975ع تي نيويارڪ ۾ وفات ڪري ويو.

**ٽيٽو**: هي هڪ قسم جو ڊانڊي پکي، جنهن جي پٺي ڪاري ۽ ٽنگون ڳاڙهيون ٿينديون هيون. هي پکي مٽي کائيندڙ، جهرڪيءَ کان وڏو هوندو آهي. ننڍڙو روهاڳي/ روهاڪي (جابلو) پکي، جيڪو موسم تي پيٽ (پکي) سان گڏ ايندو آهي. شڪاريءَ هن پکيءَ جو شڪار شوق سان ڪندا آهن، ڇو تہ کائڻ ۾ لذيذ آهي. هن جو وزن 60 گرامن برابر مس ٿئي ٿو.

**ٽيٽو اڇو لِموسا** Black-tailed Godwit / *Limosa limosa*: 45 سينٽي ميٽر جسامت واري هن ٽيٽي جو مجموعي رنگ هلڪو سرمائي آهي. ان جا نر ماد هڪجهڙا ٿين ٿا. هن جي مُنڍي، ڳچي ۽ مٿيون جسم سرمائي رنگ جو ۽ ڇاتي ۽ پيٽ اڇو ٿئي ٿو. هن جي چهنب سنڌي ۽ ڊگهي، پڇ ننڍڙو ڪارو ۽ ٽنگون ڊگهيون سرمائي ٿينديون آهن. گپ وارن علائقن ۾ ملي ٿو. بنيادي طرح ساحلي پکي آهي.



اڇو لموسا ٽيٽو

**ٽيٽو ماڄري (اسناف)** *Tringa stagnatilis*/Marsh Sandpiper: هن پکيءَ جا نر ماد هڪجهڙا ٿين ٿا. پٺي سرمائي ناسي، چهنب ڊگهي ۽ ٿوري هيٺ وريل، اڇي پيشاني، اڇو پيٽ ۽ پُڇ تي ويجها ويجها پٽا هوندا اٿس.


ماڄري ٽيٽو

**ٽيٽو سائي نريءَ وارو (اسناف)** *Tringa nebularia* / Greenshank: 36 سينٽي ميٽر جسامت جي هن ٽيٽي جا نر ماد هڪجهڙا ٿين ٿا. ان جون ڊگهيون ٽنگون سائي رنگ جون هونديون آهن ۽ ڊگهي


سائي نريءَ وارو ٽيٽو

ڪاري چهنب مٿي وريل ٿئيس ٿي. هي گيتي ٽيٽي (Redshank) کان وڏو ۽ رنگ ۾ هلڪو ٿئي ٿو. هن جا پَرسجا ڪارا ۽ پڇ تي ڊگهو اڇو چٽو ٿئي ٿو ان جي چيخ تکي ٿئي ٿي. هي پکي گپ وارن علائقن ۾ رهي ٿو.

**ٽيٽو گيتي (اسناف)** *Tringa tetanuss* / Redshank: 28 سينٽي ميٽر (11 انچ) جسامت واري هن پکيءَ جا نر ماد هڪجهڙا ٿين ٿا. ان جي خاص سڃاڻپ سندس ڊگهي ۽ ڪاري نوڪ سان ڳاڙهسري چهنب ۽ ڊگهيون نارنگي ڳاڙهيون ٽنگون آهن. ان جي سِسي، ڇاتي ۽ پٺي سرمائي رنگ جون آهن جن تي ڪارا لينگها ٿين ٿا. پيٽ اڇو ۽ ان تي هلڪا


گيتي ٽيٽو

هلڪا داغ اٿس. گيتي ٽيٽو اُپو بيهندو آهي. خبردار ۽ ڏاهڙ طبيعت جو آهي ۽ ڪنهن ڌارئي وجود کي هڪدم محسوس ڪري وٺندو آهي. ان جو آواز سيٽيءَ جهڙو، چٽاءَ ڏيندڙ چيخن جهڙو آهي. جنهن سان آس پاس جي سيني پکين کي هوشيار ڪري ڇڏيندو آهي. اڏامڻ مهل پُڇ جا اڇا پر نظر ايندا آهن. بهار جي مند ۾ گاهن ۽ آبي چراگاهن ۾ رهي ٿو ۽ افزائش نسل

ڪري ٿو. جيت ۽ ٻيا بنا ڪرنگهي وارا جانور کائيندو آهي. هي پنهنجو گهرڙو/ آکيرو زمين کي پيرن سان ڪرڙي ڪڏ ناهيندو آهي. هن جو گهرڙو/ آکيرو ڊگهي گاهه ۽ ٻوٽن ۾ لڪل ٿيندو آهي.

**ٽيٽو ننڍي ڳانيءَ وارو** *Charadrius dubius*/ Little Ringed Plover: 15 سينٽي ميٽر جسامت واري هن ٽيٽي جا نر ماد هڪجهڙا ٿين ٿا. مٿي ۽ پٺيءَ جو رنگ ميرانجهڙو ناسي ٿيندو اٿس. اکين تي حلقو هيڊيون گلابي ٽنگون، پيٽ اڇو ۽ ڳچيءَ ۾ ڪارو ڳانو ٿئيس،


ننڍي ڳانيءَ وارو ٽيٽو

جيڪو اڪثر نامڪمل هوندو آهي. پَرن جي پوئين ڪناري تي گهري سرمائي ليڪ هوندي اٿس.

هين ٽيٽن وانگر هي پکي بہ اوچتو ڊوڙ پري وري هڪدم بيهي رهندو آهي ۽ هيڏانهن هوڏانهن نهاريندو آهي. طبيعت ۾ ڏاهڙ آهي. ان جو اڳيون بُت مشيني انداز ۾ هيٺ جهڪندو اٿس. هي مقامي پکي آهي ۽ ان جي ٻولي هيٺانهين ، گهڻ آواز ۽ ورجاءَ واري آهي.

**ٽيٽو ننڍو سادو** *Calidris minutatus* / Little Stint: هن 15 سينٽي ميٽر جسامت واري ننڍڙي خوبصورت پکيءَ جا نر ماد هڪجهڙا ٿين ٿا. البت سياري ۽ اونهاري ۾ ان جو رنگ ڪجهہ مٽجندو آهي. مجموعي طرح ان جي ميرانجهڙي پُٺيءَ تي گهرا لينگها، ڳچي ۽ پيٽ اڇا،


ننڍو سادو ٽيٽو

چهنب سڌي ۽ ننڍي ۽ ٽنگون ڪارسريون ٿين ٿيون.

هي ننڍڙو ۽ سرگرم پکيڙو سرد علائقن ۾ نسل وڌائي ٿو ۽ سياري ۾ ميداني پٽن ۾ يا ڍنڍن ڪناري اچي آباد ٿئي ٿو تمام متحرڪ رهي ٿو هر وقت ننڍڙا آبي جاندار ڳوليندو رهندو آهي، جيڪا سندس خوراڪ آهي. اڏار ۾ بہ تکڙو آهي ۽ ڳتيل ولر ناهي اڏامي ٿو جيڪو هيڏانهن هوڏانهن خاص ترتيب ۾ ڦرندو آهي.

**ٽيٽو ننڍو** *Charadrius alexandrinus*/ Kentish Plover: 15 سينٽي ميٽر جسامت جو هي ننڍڙو ٽيٽو لڳ ڀڳ ننڍي ڳاني ٽيٽي جهڙو ئي آهي، پر هن ۾ بہ فرق نمايان آهن. هڪ تہ هن کي ڳانو آهي، ٻيو تہ هن جي مٿي تي ڪاري ليڪ نہ آهي، پر سندس مٿي جو رنگ هلڪو اخروٽي ٿئي ٿو هن کي اکين کان ڪياڙيءَ تائين ڪجل وانگر ڪارو پٽو بہ ٿئي، جيڪو

ماديءَ کي نہ ٿيندو آهي. هن جي پٺي پٽريلي ناسي ۽ هيٺيون پيٽ وارو حصو اڇو ٿئي ٿو. هي پکي سياري ۾ گهٽ ڏسبو آهي، ٻين ٽيٽن سان بہ ڏسبو آهي. تمام قرٽ آهي. ٽنگون ننڍيون اٿس،


ننڍو ٽيٽو

پر گپ ۾ بہ تکو هلندو آهي، ان جي ٻولي چٽِي، ٻِٽي ۽ تکي آهي.

**43 : ٽيٽو لاڏوٽي، ابلق ٽيٽو** Pied Avocet/ *Recurvirostra avosetta*

سينٽي ميٽر(17 انچ) جسامت واري هن پکيءَ جا نر ماد هڪجهڙا ٿيندا آهن. رنگ جو اڇو ۽ ڪارو ٿئي ٿو. مٿو، ڪنڌ، پرن جا ڪلها ۽ پرن جون پڇڙيون ۽ پڇ ڪارو ٿئيس ٿو.


لاڏواٽي، ابلق ٽيٽو

ٻچي، ڇاتي، پيٽ، پُٺي اَڇي ۽ پرن جي وچين حصي ۾ بہ اڇا ڪنب ٿينس ٿا.

هن پکيءَ جي چهنب ڊگهي، ڪاري ۽ مٿئين پاسي مڙيل ٿئي ٿي. ابلق ٽيٽي جا پير بدڪ وانگر ڳنڍيل هوندا آهن. جيڪا ڪنڌيءَ تي رهندڙ پکين جي عام وصف نہ آهي. هي پکي مٺي جي ڍنڍن، ساحلي ڍنڍن ۾ تانگهن پاڻين تي نظر ايندو آهي. هن جي شڪار ڪرڻ جو طريقو هي آهي تہ پاڻيءَ ۾ بيهي پنهنجي چهنب پاڻيءَ ۾ وجهي مٿو ۽ چهنب هيڏانهن هوڏانهن گهمائيندو آهي ۽ ڪوبہ آبي جانور چهنب کي لڳس تہ جهٽ هڻي وٺندو آهي. هي شڪار جو پيڇو بہ ڪندو آهي ۽ بدڪ وانگر ترندو بہ آهي. هي پنهنجو آکيرو ڪليل ڪنڌين تي ٺاهيندو آهي، زمين تي هلڪي ڪَڏ تي گاهہ، ڪانا ۽ پتراڙيون چونڊي ٺاهيندو آهي. سڄي يوريشيا ۽ آفريڪا ۾ بہ ٿئي ٿو.

**ٽيٽو، مارشل (جنم 1891ع ):** ٽيٽو جديد يوگوسلاويا جو ابو آهي. هن 1950ع واري ڏهاڪي ۾ سوويت روس کان يوگوسلاويہ جي آزادي بچائي ۽ ٽين دنيا ۾ پنهنجي ملڪ کي مٿيري حيثيت ڏياري.

ٽيٽو جو اصل نالو جوزف بروز هو. هن جو پيءُ ڪروٽ ۽ ماءُ سالوين هئي. ٽيٽو ڄمڻ وقت آسٽرو هينگيرين سلطنت جي رعايا مان هو. هن ڌاتسازيءَ ۾ مزدور ٿي ڪم ڪيو. ٽريڊ يونين ۾ شامل ٿيو ۽ ڪروشيا جي سوشل ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ جي فوج سان گڏ روسي محاذ تي وڙهي رهيو هو. تڏهن روسين کيس گرفتار ڪيو. روس جي 1917ع واري انقلاب کان پوءِ هو. روس جي گهرو ويڙهہ دوران سرخ فوج سان گڏ وڙهيو. هو 1920ع ۾ ڪروشيا موٽيو تہ سندس ملڪ سربيا جي بادشاهہ پيٽرجي هٿ هيٺ قائم ٿيل سربين، ڪروٽن ۽ سالون جي نئين بادشاهت جو حصو بڻجي چڪو هو.

ڪروشيا 1928ع ۾ پنهنجي جدا پارليامينٽ زگرب ۾ قائم ڪئي. سربيا جي شاهي حڪومت انهيءَ پارليامينٽ جو خاتمو آڻي ڇڏيو ۽ رياست جو نالو بدلائي يوگوسلاويا (ڏاکڻيون سلاويا) رکي ڇڏيو. ڪروشين ۽ مقدوني قوم پرستن 1934ع ۾ بادشاهہ کي قتل ڪري ڇڏيو ۽ هن جي جاءِ تي سندس پٽ پيٽر II تخت تي ويٺو.



انهيءَ سال بروز پنج سال ٽيپ ڪاٽي جيل مان ٻاهر نڪتو. ان بعد هو ڪروٽ- سالوين ڪميونسٽ پارٽيءَ تي ڇانئجي ويو ۽ مختلف نالن سان انقلابي تحريڪ هلائڻ لڳو. انهن نقلي نالن مان هڪڙو نالو "ٽيٽو" بہ هو. هن 1935ع ۾ ماسڪو ۾ ڪومنٽرن جي بلقان واري ڊر ۾ شموليت اختيار ڪئي. پارٽيءَ ۾ اسٽالن جي ڪرايل صفائيءَ کان بچي نڪتو ۽ ڪومنٽرن جي ايگزيڪيٽو ڪميونسٽ پارٽي کي نئين سر منظم ڪيائين. جنهن اسپيني گهرو لڙائيءَ ۾ جمهوري طرف وڙهڻ لاءِ 1937ع ۾ رضا ڪارن جي فوج موڪلي.

ٻي مهاڀاري لڙائيءَ ۾ يوگوسلاوي مزاحمت تي ڀڙيائين ساڄي ڌر جون شاهہ پرست چيٽنڪ قوتون ڇانيل هيون. جن جي اڳواڻي ڊارازا مهيلووڪ تي ڪئي. پر ٽيٽو جا جبلن ۾ وڙهندڙ ساٿي جلد ئي وڌيڪ اهميت وارا ثابت ٿيا. انهن جرمن حملن کي مڙسيءَ سان منهن ڏنو ۽ سنت ئي سندس مقابلو مهيلووڪ سان ٿيو. جيڪو جلاوطن بادشاهہ پيٽر جو نمائندو هو. ٽيٽو ماسڪو جي مخالفت کي نظر انداز ڪندي، پنهنجي قبضي هيٺ آيل علائقن ۾ پنهنجي انقلابي انتظاميہ قائم ڪئي. انهيءَ کان پوءِ هن پارٽيزن (ساٿين) جي اسيمبلي ڪوٺائي. جنهن يوگوسلاويا جي عارضي حڪومت قائم ڪئي. سوويت يونين ۽ مغربي اتحادي مٿس شاهہ پرستن کي بہ حڪومت ۾ شريڪ ڪرڻ لاءِ دٻاءُ وجهي رهيا هئا. پر هن ٻنهي سان اهڙي ڪيڏ ڪيڏي جو سندن دٻاءَ مان ڪاميابي سان بچي نڪتو.

هو 1945ع ۾ يوگوسلاويا جو وزيراعظم چونڊيو ويو. نومبر ۾ سندس پارٽي آئين ساز اسيمبليءَ جون چونڊون کٽيون ۽ يوگوسلاويا کي وفاقي جمهوريہ ٺهرايو. جنهن ۾ سربيا، ڪروشيا، بوسنيا، هرزيگووينا، ميڪيڊونيا، سالوينيا ۽ مونٽينگرو جون سوويت سوشلسٽ جمهوريتون شامل هيون.

ٽيٽو کي قومي سطح تي ناموري حاصل هئي. ڪميونسٽ هوندي بہ کيس مغرب جي پذيرائي مليل هئي. هن آزاد رهڻ جو پڪو پهہ ڪندي يونان ۾ ڪميونسٽن جي بغاوت کي مدد ڏني، ٽريسٽيءَ کي يوگوسلاويا ۾ شامل ڪرڻ لاءِ ويڙهہ ڪئي ۽ ڪيٿولڪ چرچ تي حملو ڪيائين. مغربي ملڪن جي ڪاوڙ وڌي. اسٽالن 1948ع ۾ انهيءَ اميد تي يوگوسلاويا کي ڪومنٽرن مان ڪڍي ڇڏيو تہ جيئن اڪيلو ٿيڻ ڪري اهو ملڪ مجبور ٿي

سوويت بلاڪ ۾ شامل ٿيندو. پر نتيجو ابتڙ نڪتو. سڄي قوم پنهنجي اڳواڻ جي پٺيان گڏ ٿي وئي ۽ 1953ع ۾ کيس صدر چونڊيائين. روس ۽ يوگوسلاويا جي وچ ۾ مفاهمت ڪرڻ لاءِ ٻئين سر ڪوششون ٿيون. پر اهي ڪوششون، هنگريءَ تي 1956ع ۾ سوويت يونين جي ڪاهه سبب ڪامياب ٿي نه سگهيون. صدر ٽيٽو 1960ع واري ڏهاڪي ۾ ايشيا، آفريڪا ۽ لاطيني آمريڪا جو دورو ڪري عالمي سطح تي اهميت اختيار ڪري ويو. هن هندستان جي وزيراعظم نهروءَ ۽ مصر جي ناصر سان گڏجي "غيرجانبدار" ملڪن جي هڪ اهم ڪانفرنس ڪوٺائي ۽ 'غيرجانبدار تحريڪ' جو بنياد وڌو.

يوگوسلاويا، چيڪوسلوا ڪيا تي سوويت يونين جي ڪاهڻ تي ٽپي باهه ٿي ويو. ٽيٽو انهيءَ ڪاهه کي "هڪ سوشلسٽ" ملڪ جي اقتدار اعليٰ جي ڀڃڪڙي ۽ سڄي دنيا ۾ سوشلسٽ ۽ ترقي پسند قوتن کي ڌڪ سڏي ان جي مذمت ڪئي. هن يوگوسلاويا جي فوجن کي پڻ تيار رهڻ جو حڪم ڏنو. هن پنهنجي ملڪ ۾ "عدم مرڪزيت وارو سوشلزم" لاڳو ڪيو، جنهن ۾ پورهيتن کي فيصلن ۾ شامل ڪرڻ سان گڏوگڏ سرمائيداري سرشتي جا ڪي جزا بحال رکيائين. اهو سوويت بنياد پرستيءَ کي چِڙائڻ جي برابر هو. تنهن کان سواءِ ٽيٽو آزاد خارجه پاليسي اختيار ڪري، ماسڪو جي يورپي ڪميونزم جي سامهون ٿيو.

پر يوگوسلاويا جون قوميتون وفاق مان مطمئن نه هيون. ٽيٽو 1970ع ۾ جيتوڻيڪ ڪراڙو ٿي ويو هو، تنهن هوندي به يورپ جو سڀ کان هوشيار مدبر ليکيو هو. پر انهيءَ زماني کان ئي اهڙيون رٿون تيار ٿيڻ لڳيون، جن مطابق ڪانئس پوءِ اڳواڻن کي ملي جلي ملڪ هلائڻو هو. پر هن جي اڳواڻي برقرار رهي. شايد هو ملڪ جو واحد اڳواڻ هو، جيڪو پنهنجي گهڻ قومي ملڪ کي متحد رکي ٿي سگهيو. پاڻ 4 مئي 1980ع ۾ وفات ڪري ويو.

**ٽي. ٽي** (ٽيٽي): اصل ۾ هي لفظ T.T.A جو مخفف آهي، جيڪو ريلوي جو هڪ ملازم هوندو آهي. هلنديءَ گاڏيءَ ۾ ٽڪيٽون چيڪ ڪندو ۽ جنهن وٽ ٽڪيٽ نه هوندي آهي، ان کي ٽڪيٽ ڏاهي ڏيندو آهي، يا بنا ٽڪيٽ چڙهندڙن تي ڏنڊ وجهندو آهي.

**ٽيٽياڻي** (ڪتاب): محمد عثمان ڏيپلائي صاحب جي تحريرن جو هيءُ مجموعو 07 جنوري 1953ع واري عبرت (ميرپورخاص) جي شماري جي حيثيت ۾، ڪتابي صورت ۾ شايع ٿيو. هن مجموعي ۾ 102 صفحا آهن، جن ۾ ايڊيٽوريل/ عرض حال 4 صفحا، رام لال ورما جي لکيل اُردو افساني جو ترجمو "ٽيٽياڻي" 26 صفحا ۽ ڏيپلائيءَ صاحب جي ناول "سمرقندن جو صوف" جو چوٿون حصو 72 صفحا شامل آهن. ڪتاب جي قيمت هڪ روپيو آهي، جيڪو اسلاميه دارالاشاعت حيدرآباد طرفان شايع ٿيو.

**ٽيٽيهر، واسڪوٽي ڳسلنگ، گوڙينگ**: 37 سينٽي ميٽر جسامت جي هن پکيءَ جي نر ماد ۾ ٿورو فرق آهي. نر جي پٺي ۽ پَر ڪارا ٿين ٿا. مادي ۾ هڇا گهرا ناسي ٿين ٿا. سِسيءَ کان پيٽ تائين سڄو اڇو، ڪاريون اکيون، ڍڳهيون گلابي ٽنگون ۽ سنهڙي ڍگهي ڪاري چهنب اٿس. هي صاف ۽ خوبصورت پکي پاڻيءَ جي ڪنڌين تي نظر ايندو آهي ۽ پاڻي جهاڳيندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن پاڻيءَ ۾ منڊي وجهي چڙهندو آهي. گوڙ ڪندو آهي. حملي جي صورت ۾ ڪيئي جوڙا اچي گڏبا ۽ ورائي ورائي ننڍڙيون ۽ مختصر چيخون ڪندا آهن. اڏامڻ مهل ڍگهيون ٽنگون سڌيون ڪندو آهي، جيڪي پري کان نظر اينديون آهن. ان جي چيخدار هوليءَ 'ٽي



ٽيٽيهر، واسڪوٽي ڳسلنگ، گوڙينگ

ٽي ...اَر ... ٽي ٽي ...اَر' سبب مٿس اهو سنڌي نالو پيو آهي ۽ اهو آواز اڪثر بهارڙين ۾ خاموش فضا کي چيريندو رهندو آهي. سنڌ ۾ هن پکيءَ جي ٻولڻ کي منحوس سمجهيو ويندو آهي. هي پکي اگر رات جو ٻولي ته حاڪمن لاءِ خراب ۽ جي شام جو ٻولي ته حالتن لاءِ خراب تصور ڪيو ويجي ٿو.

**ٽيٽيهر** (ڳاڙهي پاپڙيءَ وارو) Red-wattled Lapwing /*Hoplopterus indicus, Vanellus indicus*/: 33 سينٽي ميٽر جسامت واري هن ٽيٽيهر جا نرماد هڪجهڙا ٿين ٿا. هن جو مٿو، ڪنڌ، ڳچي ۽ گلو ڪارو ٿئي ٿو. اک کان ڪياڙيءَ وٽان ڪلهن کان ٿيندو پيٽ ۽ سڄو هيٺيون حصو اڇو ٿئيس.



ٽيٽهر (ڳاڙهي پاپڙيءَ وارو)

نَڪ تي ڳاڙهي پاپڙي ۽ پٺي ۽ پَر سليٽي رنگ جا اٿس. پَرن تي ڪي قدر ڪٿئي رنگ جا چمڪدار ڪنب ٿين ٿا.

هي پکي پوکن ۽ ڪليل ڇَر وارن علائقن ۾ عام ٿئي ٿو. ٻوليءَ ۾ شور اٿس ۽ هڪ ئي وقت ۾ چار زوردار ڦرٽيون چيخون ڪندو آهي. اڪثر جوڙيءَ ۾ ڏسبو آهي. اڏام جو ڍرو آهي، جيئن اڪثر ٻين ٽيٽن جي اڏار هوندي آهي. گول پَر زور سان ڦڙڪائيندو آهي. مادي، زمين يا گاهه تي ٽي چار چٽڪمرا آنا ڏيندي آهي.

**ٽيپو سلطان**: ٽيپو سلطان ميسور رياست جو حڪمران ٿي گذريو آهي. هو پنهنجي والد نواب حيدر عليءَ جي وفات کان پوءِ 1783ع ۾ ميسور جو حاڪم ٿيو. سندس اصل نالو فتح علي هو. هو شرع جو پابند هو ۽ حڪومت ۾ عام توڙي خاص ماڻهن تي شرع جي قانون جي سهپ آهر پابندي رکيائين.

سندس دور ۾ مسلمان توڙي هندو رعيت خوشحال هئي. هن ڪيترائي سڌارا آندا. سندس حڪم تي فوج جو ماهيانو پگهار مقرر ٿيو.

ٽيپو سلطان هندستان جو پهريون بادشاهه هو، جنهن بحري ٻيڙي کي فروغ ڏنو ۽ جهاز سازيءَ جا ڪارخانا قائم ڪيا. ٽيپو سلطان خود عالم فاضل شخص هو. هو عربي، فارسي، انگريزي ۽ تامل ٻولين تي عبور رکندو هو. ٽيپو سلطان سپاهه گيريءَ جي فن ۾ به ماهر هو. سندس ڌيان ڏيڻ ڪري ملڪي زراعت ۾ ترقيءَ جو دور آيو. ناريل، چانور، صندل، سوپاريون، پان، پڪو ساڳ، ڪمند، ريشم وغيره جي برآمد کي ترقي ملي. هن جي سڄي عمر انگريزن سان وڙهندي گذري. دستور موجب انگريزن غدارن کي لالچون ڏئي ٽيپوءَ جا ڪيترا ساٿي ڪانئس جدا ڪرائي ڇڏيا. انهن غدارن ۾ مير صادق، مير غلام نبي ۽ قمرالدين نمايان هئا. انگريزن ٽيپو سلطان تي ٽن طرفن کان حملو ڪيو. هن به وڏيءَ بهادريءَ سان مقابلو ڪيو. سخت زخمي ٿيڻ جي حالت ۾ قلعي اندر وڃڻ جي ڪوشش ڪيائين، پر دشمنن دروازو بند ڪري ڇڏيو. ٽيپو سلطان انگريزن وٽ پيش پوڻ بدران چيو ته "شير جي هڪ ڏينهن جي زندگي، گدڙ جي سؤ سالن جي زندگيءَ کان بهتر آهي". ٽيپو سلطان 1799ع ۾ شهيد ڪيو ويو.



**ٽيجارام، سنت**: سنت ٽيجارام جو جنم 24 اپريل 1895ع ۾ پير ڳوٺ پرسان صدرجيءَ ۾ ڏرمداس برجواڻيءَ جي گهر ۾ ٿيو. ننڍپڻ کان ئي من جو چاهه ڏٽيءَ سڳوري ڏي هو. فائينل سنڌي پاس ڪري رجسٽرار جي نوڪري ڪيائين. گهر ٻار وارو هوندي سنتن جي سنگ ۾ آيو. پيرڳوٺ ۾ سوامي پورڻا نند کي گرو مڃيائين. هو پاڻ کي پاڳوند سمجهندو هو. جو ڪيس سوامي هر پرڪاش، سائين مرچو رام، سوامي ليلا شاهه، ڊاڪٽر روچلداس ۽ گوپالداس "طالب" جي صحبت نصيب ٿي. درويشن ۽ سنتن جي صحبت ۽ سنگت ۾ گذاربندي روحاني رنگ ۾ رچي ويو. پائي گنبارام جي سنگ ۾ راڳ ويراڳ سان واسطو پيس. روهڙيءَ ۾ سرڪاري نوڪريءَ دوران ڏينهن جو آفيس گذاريندو هو. باقي رات بيدل سائينءَ جي درگاهه تي صوفين جي صحبت ۾ گذاريندو هو. بيدل جي درگاهه تي 11 مهينا رهي فيض حاصل ڪيائين. 1944ع ۾ سرڪاري نوڪريءَ تان رٽائر ٿيڻ بعد رات ڏينهن ڏٽيءَ جي بندگي ۽ درويشن جي صحبت ۾ گذاريندو هو. ورهاڱي کان پوءِ الهاس نگر وڃي رهيو. جتي گهڻن صوفي ۽ ويدانتي شاعرن جو ڪلام ياد هو. رهڻي ڪهڻي سادي، سڀاءُ جو به سادو ۽ ڪڏهن به جاڻ جو ماڻ نه ڪيائين.

**ٽيج، اکڻ**: هيءَ ڏينهن ويساک جي سهائي ٽين تِٿ تي ٿئي ٿو. اکڻ ٽيج جو سنسڪرت روپ آهي "اَڪشيه ترتيا". "اَڪشيه" معنيٰ جيڪو ڪشيه (ڪٽ) نه ٿئي، سدائين قائم رهي: تنهنڪري روايت آهي ته اجوڪي ڏينهن ڪيل دان هميشه قائم رهي ٿو. هندن جي ڀڳوان پرسرام هن ڏينهن تي جنم ورتو هو، جنهن مريادا جو انڪار ڪندڙ مغرور ڪترين جو 21 دفعا خاتمو ڪيو هو.

**ٽيجڙي**: سانوڻ جي اونداهي ٽيج يعني ٽين تاريخ تي هندو ڪماريون ۽ سهاڳڻيون ٽيجڙيءَ جو ورت رکنديون آهن. سانوڻ جي سهائي اگيارس (ٻارهينءَ) تي برهمڻ مُڱ پوکيندا آهن. جيڪي ٽيجڙيءَ تائين وڌي هَٿ جيڏا سلا ٿيندا آهن. ماڻهو ٽيجڙيءَ ڏينهن اهي سلا برهمڻ جي گهران ڪٽي ايندا آهن. ورت واريون منجهند جو اهي سلا پينگهي ۾ رکي لوڏينديون آهن. سنجها جو برهمڻ کان آکاڻي ٻڌي، چنڊ کي اَرگهه ڏئي، ورت کولينديون آهن. چنڊ کي اَرگهه ڏيڻ وقت چونديون آهن:

اَرگهه ڏيون ڪوٺي چڙهي،
چندرما نڪتو کهنبا ويس ڪري،
گوريون ڏينس کير ڪٽورا ڀري."

ٿر واري علائقي ۾ شادي شده ڇوڪريون هن ڏينهن تي پنهنجي اباڻن گهرن ۾ اينديون آهن ۽ ٽيجڙيءَ جو ورت رکنديون آهن. وڻن ۾ لوڏون ٻڌي جهولا جهولينديون آهن. ورت دوران شهري ميوات توڙي وسڪاري دوران جهنگ ۾ ٿيندڙ پيون، گهانگهيٽيا، هنڌاڻا ۽ گدريون وغيره کائينديون آهن. ورت رکڻ دوران اهي ٽولن جي صورت ۾ گڏجي هن قسم جا گيت ڳائينديون آهن:

ٻيرا مِنان بيهگو تيڙڻ آئي،
آئي ري سرامڻ رِي تريج...

**ٽيجهو**: سنڌ ۾ مسلمانن ۾ مرڻي جي ٽئين ڏينهن، ٽيجهي جي رسم ڪئي ويندي آهي. ان موقعي تي دوست احباب، مائٽ ۽ عزيز شرڪت ڪندا آهن. صبح سوير قرآن خواني ڪئي ويندي آهي. بعد ۾ ٽيجهي جي ماني ڪئي ويندي آهي، جيڪا دوستن عزيزن، مٽن مائٽن، غريبن ۽ فقيرن کي کارائي ويندي آهي. ان موقعي تي فوتيءَ جي وارث کي پڳ پڻ ٻڌرائي ويندي آهي. مرڻ واري جا ڪپڙا ۽ استعمال جون ٻيون شيون، غريب ۽ مسڪين ماڻهن کي ڏنيون وينديون آهن. انهن مان ڪي شيون مسجد جي مولويءَ کي پڻ ڏنيون وينديون آهن. لڳاتار چاليهن ڏينهن تائين تيار ٿيل کاڌو مسجد يا غريبن ۾ ورهايو ويندو آهي ۽ چاليهن ڏينهن کان پوءِ چاليهي جي رسم پوري ڪئي ويندي آهي. گهڻا ماڻهو ٽيجهي واريون سموريون رسمون چاليهي تي ادا ڪندا آهن ۽ ماني ڪرڻ سان گڏ وارث کي پڳ پڻ چاليهي تي ٻڌرائي ويندي آهي. پڳ جا ور ڳوٺ يا پاڙي جا معزز ماڻهو، مائٽ ۽ دوست واري واري سان ڏيندا آهن. جنهن کان پوءِ ڪٽي ڪٽي مٺائي پڻ ورهائي ويندي آهي. انهيءَ ڏينهن گهر جون عورتون مٿا ڌوئينديون آهن. مٿا ڌوئڻ لاءِ استعمال ۾ ايندڙ شين تيل، ميٽ ۽ پاٽيءَ جو انتظام اهو ماڻهو ڪندو آهي، جنهن پهرئين ڏينهن ڪانڌيي جي ماني ڪئي هوندي آهي. ٽيجهي جي ختمي تي فوتيءَ جي نالي ڪجهه شيون، جهڙوڪ: (i) وڳو، ٽوپي، رومال؛ (ii) تيل، سوپاريون، ڦوٽا، جوهر جون ٽڪيون؛ (iii) سڪو ميوو ۽ تازو ميوو خيرات ڏنو ويندو آهي. اهي سڀ شيون گهڻو ڪري غسل ڏيڻ واري کي ڏيندا آهن يا وري ڪنهن ٻئي غريب کي فوتيءَ جي نيت ڪري ڏيندا آهن. ان کان سواءِ فوتيءَ کي سندس حياتيءَ ۾ وڻندڙ کاڌو به رڌائي سندس نيت ڪري ڏبو آهي.

**ٽي ديو يا راڪاس (ڪتاب)**: هيءَ مرزا قليچ بيگ جو ٻارن لاءِ لکيل قصي تي مشتمل ڪتابڙو آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 32 صفحا آهن ۽ قيمت 50 پئسا رکيل آهي. ڇاپو ٻيو. سنڌي ادبي بورڊ پريس حيدرآباد مان سال 1969ع ۾ ڇپيو.

**ٽيڊئيس رڪشٽائن** (Tadeus Reichstein): رڪشٽائن ولد ايزيڊر (Isidor Reichstein) 20 جولائي 1897ع تي پولينڊ ۾ ڄائو. هن جو پيءُ انجنيئر هو ۽ سندس ننڍپڻ ڪيف (Keiv) ۾ يوڪرائن ۾ گذريو. هن 1916ع ۾ ابتدائي تعليم جو امتحان پاس ڪري زيورچ جي فيڊرل ٽيڪنيڪل اسڪول ۾ داخل ٿيو ۽ 1920ع ۾ ڊپلوما پاس ڪئي. ٽيڊئيس 1933ع ۾ وٽامن سي (Ascorbic Acid) جي تاليف ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي. هو 1934ع ۾ ٽيٽلر (Titular) جو پروفيسر ٿيو. ان دواسازي (ڪيميا) جو پروفيسر مقرر ٿيو. ٽيڊئيس بيسل (Basel) يونيورسٽي جي فارماسيوٽيڪل انسٽيٽيوٽ جو ڊائريڪٽر ٿيو ۽ ان عهدي تي 1950ع تائين فائز رهيو. هن 1948ع کان 1952ع تائين نامياتي ڪيميا جو انسٽيٽيوٽ ٺهرايو. جنهن جو هو ڊائريڪٽر مقرر ٿيو ۽ 1960ع تائين ان اداري ۾ ڪم ڪندو رهيو. هن 1953ع جي نوبل انعام حاصل ڪندڙ ڪيميادان سٽيڊنگر (Staudinger) جي زيرنگراني ۾ "ڪافي جي خوشبو" جي ذميوار مرڪبن تي تحقيق ڪندو رهيو. هن دريافت ڪيو ته ان مان گهڻا مرڪب فيوران (Furan) ۽ پائرول (Pyrole) مان حاصل ٿيندڙ آهن. ٽيڊيئس جي ڄاڻ مطابق انهن مرڪبن ۾ گندرف به موجود هوندو آهي. هن ماهر ڪيميادان جي مقبوليت ڪارٽيڪائيڊون جي حوالي سان آهي. هن 1930ع واري ڏهاڪي ۾ ڪم ڪندي گهڻائي ڪارٽيڪائيڊ الڳ ڪيا. ٽيڊيئس کي ڪارٽيڪائيڊون تي تحقيق ڪرڻ جي اعتراف ۾ ڊ ئينڊل ۽ هينڪ سان گڏ 1950ع ۾ نوبل انعام برائي طب/فعليات ۾ ڏنو ويو. هن جا 'ڪافي جي خوشبو' جي مرڪبن تي تحقيق تي ڪيئي مقالا ڇپيل آهن. ٽيڊيئس 1 آگسٽ 1996ع تي بيسل ۾ گذاري ويو.



**ٽيرو**: گراهه، لقمو، مکڻ جو چاٽو. ماکيءَ جو ٽيرو.

**ٽيڙو**: پکيءَ جي ڪنپڙاٽي، ٽنگ يا اُن جا بازو يا ٻانهن وارو عضوو. لڳ.

**ٽيڙو**[2]: ٽيڙو سنڌي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي لغوي معنيٰ آهي "ٽي". اصطلاحي معنيٰ موجب آسمان تي پور وچوٽيءَ تي ٻيٺل ستارن کي 'ٽيڙو' چيو وڃي ٿو جپاني صنف هائيڪو کان متاثر ٿي سنڌيءَ ۾ هي صنف هري دلگير، شيخ اياز، نارائڻ شيام ۽ تنوير عباسي لکي، پر امداد حسينيءَ اُن جو نئون نالو "ٽيڙو" متعارف ڪرايو. هن صنف ۾ ڪُل 35 ماترائون ٿينديون آهن. يعني جپاني هائيڪو کان هڪ ماترا وڌيڪ. جو ته هائيڪو ۾ 5+7+5 ٻٽيون ماترائون ڪم اينديون آهن. سنڌي ٽيڙوءَ ۾ به پهرين ۽ ٽين سٽ هم قافيه هوندي آهي ۽ وچين سٽ آزاد هوندي آهي.

مثال:

سُجهي نہ ڪائي سٽَ
ڪوري ڪاڳر تي لڪيرَ،
"مارُو منهنجا مٽَ!"

(امداد حسيني)

**ٽيڙو**[3]: ٽيڙو يعني وچ وارا ٽي تارا جن تان هي نالو پيو. هن نکٽ ۾ گهڻا تارا آهن. جنهن ڪري 'ٽيڙو' جمع ۾ ڳالهائجي ٿو ڇئبو ٽيڙو اڀريا آهن يا لڙيا آهن. ٽيڙو نکٽ ۾ جملي سورهن تارا آهن. هڪ وڏو چورسو جنهن جا چار تارا چئن ڪنڊن وارا. ان چورسي ۾ وچ تي ٽي ٽي چٽا اڀ تارا قطار ۾ جنهن کي ٿر ۾ هرڻ چون. ٻيا ننڍڙا ٽي پاسيارا تارا قطار ۾ جن کي لوڏي يا (ڊانڪي ۾) آهيڙي چون. هن سڄي نکن کي به ٿر طرف "هرڻ" سڏين ۽ ڪڇ طرف "هرٽائون" چؤڪس يا چورسي وارا چار تارا هرڻ جون چار ٽنگون آهن.

ٽيڙو جي وچ وارن ٽن اڀن بيٺل تارن کي "ٽنگڙ" چون ۽ پاسيارن ٽن تارن کي 'ٽيڙو'.

ٽنگڙ= اڀا بيٺل ٽي تارا، ٽيڙو = پاسيارا ٽي تارا، تارا= لڏا يا منيون. اهي ٽيئي ڪتيءَ جي پويان محڪم هوندا ۽ ڪتي واري واٽ کي نہ ڇڏيندا.

رسالي ۾ شاهه جي بيت موجب، ٽيڙو نالو انهن ٽن تارن جو جيڪي اڀا بيٺل آهن. بيت ۾ آهي ته:

ڪتين ڪر موڙيا، ٽيڙو اڀا ٿيئي.

ٽيڙو جي اڀرڻ بابت ڪن جو چوڻ ته 'ٽيڙو' آکاڙ مهيني جي چنڊ کان پوءِ اڀرن ٿا. يعني آکاڙ مهيني ۾ اڀرن ٿا. ٻي راءِ ته ڪتي جي اڀرڻ کان پوءِ ٽيڙو 17 تاريخ سانوڻ جي اڀرندا. ان وقت ڏينهن جي مدت ۾ ڪتر پوندي، يعني ڏينهن گهٽجڻ شروع ٿيندا.

**ٽيسٽ ٽيوب بيبي** (Test Tube Baby): مصنوعي تخم ريزي/غير قدرتي نموني ڳپ حاصل ڪري اولادي ٿيڻ وارو هي عمل 20 هين صدي جي طبي سائنس جو هڪ وڏو اعجاز (Miracle) آهي. هن تجربي جي ڪاميابي، انهن عورتن کي اولادي ٿيڻ جي اميد ڏياري، جيڪي طبي نقص يا سبب جي ڪري ڳورهاريون نٿي ٿي سگهيون ۽ سَنڍائپ (Infertility) جي ڪري سڄي زندگي اولاد جهڙي قدرتي نعمت کان محروم رهن ها. انهي طريقي واري علاج ذريعي اهي عورتون به اولادي ٿيون آهن، جن جي بيضانئيندڙ نالين (Fallopian Tubes) يا ڳپ نلي (Uterine Tube) ۾ ڪا رنڊڪ هئي، يا ٻچيداني جي ٽيڙ (Uterus Displacement) سبب يا مرد جي تخمڙن (Spermules) جو ڳپيرڻ Uterus تائين رسي نہ سگهڻ ۽ ڳپ آوري (Fertilization) جو عمل نہ ٿيڻ. اهڙي صورتحال ۾ جڏهن قدرتي جماع (Natural Intercourse) ذريعي ڳپجڻ (Fertilization) ممڪن نہ هجي، تڏهن جوڙي (عورت+ مرد) جا جزا، عورت جي بيضي داني (Ovaries) مان هڪ پڪو بيضو (Mature Ovum) مرد جي مادي منويه (Sperms) مان ڪيترائي تخمڙا ڪٽي، تجربيگاهه ۾ هڪ


ٽيسٽ ٽيوب ذريعي ٻار جو پيدا ٿيڻ

ڪائي جي ٽيپ (Beaker) ۾ خاص درجي حرارت، خاص نظرداري ۽ خاص ماحول ۾ رکندا آهن. انهيءَ عمل دوران جڏهن ڪو هڪ سگهارو تخمڙو (Spermula) بيضي کي ٽوٽيندي ان جي مرڪز ۾ وڃي گهڙندو آهي ۽ بيضو (Ovum) ڦيجي (Fertile) ويندو آهي ۽ ڦيپيل آني (Fertilized Egg) ۾ جيوگهرڙن جي واڌ ويجهه جو سلسلو شروع ٿي ويندو آهي. تڏهن هڪ مقرر وقت تائين انهيءَ اوسر جو جائزو وٺڻ کان پوءِ ڦيپيل آنو/ بار آور بيضو، ڳپ نالي/ ڦيڻ (Utero Veginal) ذريعي ڳيپرڻ (Uterus) ۾ پهچايو ويندو آهي. جتي ڳپ بند ٽيل (Utero fixation) "ڦيپيل آني" کي ڳپ واري شريان (Uterine Artery) ذريعي ماءُ جو رت خوراڪ پهچائيندي آهي. ان ريت ٻار جو ناڙو (Uterine) جڙندو آهي، جنهن وسيلي ٻار جي 9 مهينن تائين اوسر ٿيندي رهندي آهي. هن وقت دنيا جي سمورن ملڪن ۾ تخم ريز مرڪز/ ڳپ جا مرڪز (Fertility Centers) قائم ٿي ويا آهن ۽ هن ايڪويهين صديءَ ۾ سنڍ عورتن ۽ مردن کي علاج ذريعي اولادي ٿيڻ جا امڪان وڌي ويا آهن. جن عورتن ۽ مردن جا هارموني غدود (Pituitary Gland) صحيح نموني ڪم نٿا ڪن ته انهن کي هارموني علاج (Hormonal Theoropy) ذريعي علاج ڪيو ويندو آهي. پيٽ ٿيڻ (Pregnancy) لاءِ هارمونز ٿيراپي ڪئي ويندي آهي، ان سان بيضي دانين (Ovaries) جا بيضڙا (Folliculaces) وڌي ڪري پڪي بيضي (Mature Ovum) جي صورت وٺندا آهن ۽ انهيءَ بيضي کي تجربيگاهه ۾ ڦيپيل آنو بڻائي مصنوعي ذريعي سان ٻچي داني ۾ ٽانيڪو ڪري ٻار پيدا ڪري سگهجي ٿو. هن عمل ذريعي ٻار ساڳي ريت ماءُ جي پيٽ ۾ 9 مهينا پرورش حاصل ڪري جنم وٺي ٿو. رڳو ٻار جي تخم ريزي/ ڳپ وارو عمل ۽ ابتدائي اوسر جا ٻه- ٽي ڏينهن ڪنهن سائنسي تجربيگاهه (Laboratory) ۾ گذرن ٿا.

دنيا جو پهريون ٽيسٽ ٽيوب ٻار، جيڪو 26 جولاءِ 1978ع ۾ اولڊهم جي جنرل اسپتال ۾ پيدا ٿيو، اهو جنسِ مؤنث هو. هيءَ ٻارڙي انگلستان جي ڊاڪٽر پيٽرڪ اسٽيپو ۽ ڪئمبرج جي سائنسدان ڊاڪٽر رابرٽ ايڊوورڊز جي ٻارهن سالن جي محنت جو نتيجو هئي. سڄيءَ دنيا ۾ ٽيسٽ ٽيوب ٻارڙيءَ جي ولادت کي جديد سائنس جو ڪارنامو قرار ڏنو ويو. هن ٻارڙيءَ جو وزن 5 پائونڊ ۽ 12 آئونس هو. پيدائش وقت هيءَ ٻارڙي عام ٻارن کان وڌيڪ صحت مند هئي. والدين سندس نالو "بيبي برائون" رکيو. انگلستان جي مٿي ذڪر ڪيل ٻنهي ڊاڪٽرن ٻارڙيءَ جي ماءُ مسز براڻون کان هڪ پڪو بيضو (Mature Ovum) حاصل ڪيو ۽ ان کي تجربي گاهه جي پليٽ ۾ رکيو. پوءِ ان کي مسٽر براڻون جي مرداڻي مادي (Sperms) سان ملائي ڇڏيو جتي تخم ريزي (Fertilization) جو عمل ٿيو ۽ بار آور/ ڦيپيل آنو (Fertilized Egg) جي واڌ ويجهه کي نظر ۾ رکندي، اهو ڦيپيل آنو مسز براڻون جي ڳيپرڻ (Uterus) ۾ داخل ڪيو ويو. جتي اهو مضبوطيءَ سان ڄمي ڪري ماءُ جي رت مان خوراڪ حاصل ڪري قدرتي واڌ ويجهه حاصل ڪندو رهيو. ٻارڙيءَ جي پيدائش کانپوءِ ڪيترا سائنسدان مختلف قسم جون قياس آرايون ڪندا رهيا. هن ڪامياب تجربي کان پوءِ ريسرچ ڪندڙن کي هڪ اهڙو وسيلو هٿ آيو جنهن جي مدد سان هو حياتياتي تخليق دوران پيدا ٿيندڙ بيمارين کي جينياتي سائنس (Genetics Science) وسيلي منهن ڏيڻ لاءِ اثرائتا طريقا ايجاد ڪري سگهڻ جي قابل ٿي ويا. ٽيسٽ ٽيوب بيبيءَ جي ڪامياب تجربي کان پوءِ سنڍ عورتون به ٻار ڄڻي سگهنديون. ٽيسٽ ٽيوب بي بيءَ جي پيدائش جي باري ۾ ڊاڪٽرن سڀ تفصيل ٻين ڊاڪٽرن ڏانهن منتقل ڪيا آهن ۽ اهو علم اڄڪلهه وڌي ويجهي رهيو آهي.

**ٽي شهزاديون** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ڄيٺراءِ ايسرداس شوداسانيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 50 صفحا آهن ۽ قيمت 6 آنا رکيل آهي. ڇاپو پهريون، ڪرم چند اين. ڊي چندن پريس، حيدرآباد، مان سال 1947ع ۾ ڇپيو.

**ٽيڪٽونڪ پليٽون** (Tectonic Plates): پونءِ و گيانڪ اڀياس (Geological Study) ٻڌائي ٿو ته اٽڪل 22 ڪروڙ 50 لک سال (225 million Years) اڳ ڌرتيءَ جي مٿاڇري تي هڪ يڪو مهان کنڊ (Super Continent) ,'پئنجيا' (Pangaea) نالي سان موجود هو. ان جي چوڌير هڪ يڪو مها سمنڊ 'پئنٿلاسا' (Panthalassa) نالي سان موجود هو. پئنجيا ۽ پئنٿلاسا يوناني ٻوليءَ جا لفظ آهن. 'پئنجيا' جي معنيٰ 'سڄي ڌرتي' (Pan = all + Geo = Earth) ۽ 'پئنٿلاسا' جي معنيٰ 'تمام مها ساگر' (Pan = all + Thalassa = Ocean) آهي. 20 ڪروڙ سال اڳ اهو عظيم کنڊ- پئنجيا، ٽيٿائس سمنڊ (Tethys Sea) ذريعي ٻن حصن ۾ ورهائجي ويو. 'پئنجيا' ڌرتيءَ جي وچئين دور (Mesozoic Era) ۾ ٽٽڻ شروع ٿيو. اُتر اڌولي (Northern Hemisphere) وارو حصو لائريشيا (Laurasia) ۽ ڏکڻ اڌولي (Southern Hemisphere) وارو ڀاڱو گونڊوانالينڊ (Gondwanaland) بڻجي ويو. 'لائريشا' ايراضيءَ جي حساب سان 'گونڊوانا لينڊ' کان گهٽ وڌو هو. تقسيم جي انهي سلسلي جي ڪري 6 ڪروڙ 50 لک سال اڳ ۾ گونڊوانا لينڊ مان آفريڪا (Africa) ڏکڻ امريڪا (South America)، آسٽريليا (Australia) ائنٽارڪٽيڪا (Antarctica) کنڊ وڃي جڙيا. جڏهن ته لائريشيا کنڊ وري اُتر آمريڪا، گرين لينڊ، يورپ ۽ ايشيا جي صورت ۾




الڳ الڳ نروار ٿيا. انهن جي وچ ۾ ڪيترائي سمنڊ (Seas) ۽ مهاساگر (Oceans) پيدا ٿيا. 6 ڪروڙ سال اڳ تائين مهان کنڊ مان 24 ٽاسريون (Plates) وڃي جڙيون، جن مان اڌ وڏيون 'جڙيل ٽاسريون' (Major Tectonics Plates) ۽ اڌ ننڍيون 'جڙيل ٽاسريون' (Minor Tectonics Plates) آهن. انهن ۾ آفريڪي پليٽ (African Plate)، يوريشيئن پليٽ (Eurasian Plate)، سانتيڪي پليٽ (Pacific Plate)، اتر امريڪي پليٽ (North American Plate)، ڏکڻ آمريڪي پليٽ (Southern American Plate)، ائنٽارڪٽيڪا پليٽ (Antarctica Plate)، مڊگاسڪر پليٽ (Madagascar Plate)، ملائشيئن پليٽ

(Malaysian Plate)، اوڀر انڊيز پليٽ (East Indies Plate)، آسٽريليئن پليٽ (Australian Plate)، انڊين پليٽ (Indian Plate)، جيان دي فيوڪا پليٽ (Juan de fuca Plate)، فلپائني پليٽ (Philippine Plate)، ڪوڪس پليٽ (Cocus Plate)، نازڪا پليٽ (Nazca Plate)، ڪئريبيئن پليٽ (Caribbian Plate)، عربيئن پليٽ (Arabian Plate)، سوماليئن پليٽ (Somalian Plate)، اسڪوشيئا پليٽ (Sckotia Plate)، بسمارڪ پليٽ (Bismark Plate)، ڪئرولينا پليٽ (Carolina Plate)، اناٽوليئن پليٽ (Anatolian Plate)، چائنا پليٽ (China Plate)، فِجي پليٽ (Fiji Plate) ۽ ٻيون ننڍيون پليٽون شامل آهن.

انهن پليٽن مان ڌرتيءَ جي مُک تي ڪيترائي الڳ الڳ کنڊ جڙي نروار ٿيا، جن ۾ ايشيا کنڊ، آفريڪا کنڊ، يورپ کنڊ، اُتر آمريڪي کنڊ، انٽارڪٽڪا کنڊ، آرڪٽڪ کنڊ ۽ آسٽريليا کنڊ ذڪرجوڳا آهن. جڏهن ته مهان کنڊ جي چوڌير، يڪي پاڻيءَ واري قديم مها سمنڊ 'پئنٿلاسا' جي جڳهه، شروعات ۾ ٽيٿائس سمنڊ (Tethys Sea) والاري ۽ پوءِ ان جي جڳهه تي ڪيترائي نوان سمنڊ ۽ مهاساگر پيدا ٿي چڪا آهن. جيڪي سمورن کنڊن جي آس پاس موجود آهن. جهڙوڪ: اُتر يونوچ سمنڊ (North Mediterranean Sea)، ڏکڻ يونوچ سمنڊ (South Mediterranean Sea)، ڪيسپيئن سمنڊ (Caspian Sea)، جاپاني سمنڊ (Sea of Japan)، اوخوٽسڪ سمنڊ (Sea of Okhotsk)، اوڀر سائبريئن سمنڊ (East Siberian Sea)، ليپٽيو سمنڊ (Lapteve Sea)، ڪارا سمنڊ (Kara Sea)، بيرينٽس سمنڊ (Barents Sea)، نارويئن سمند (Norwegian Sea)، جاوا سمند (Java Sea)، سيوو سمنڊ (Savu Sea)، بانڊا سمنڊ (Banda Sea)، تيمور سمنڊ (Timor Sea)، فلورس سمنڊ (Flores Sea)، بيلنگسيوشين سمنڊ (Bellingshausen Sea)، اَمنڊِسين سمنڊ (Amundsen Sea)، ارافيورا سمنڊ (Arafura Sea)، سيرام سمنڊ (Ceram Sea)، ملاڪا سمنڊ (Molaca Sea)، سُولُو سمنڊ (Sulu Sea)، ازور سمنڊ (Sea of Azor)، ڪئنڊيا سمنڊ (Sea of Candia)، سيليبس سمنڊ (Celebes Sea)، ايجيئن سمنڊ (Aegean Sea)، ليگيوريئن سمنڊ (Ligurian Sea)، بئليئرڪ سمنڊ (Balearic Sea)، ٽرهيئن سمنڊ (Tyrrhian Sea)، انڊامان سمنڊ (Andaman Sea)، گرين لئنڊ سمنڊ (Greenland Sea)، چُڪچي سمنڊ (Chukchi Sea)، تسمان سمنڊ (Tasman Sea)، وِيڊل سمنڊ (Weddell Sea)، ڪورل سمنڊ (Coral Sea)، ڪارو سمنڊ (Black Sea)، ڳاڙهو سمنڊ (Red Sea)، اوڀر چيني سمنڊ (East China Sea)، ڏکڻ چيني سمنڊ (South China Sea)، ڪئريبيئن سمنڊ (Caribbian Sea)، بيرنگ سمنڊ (Bering Sea)، ميڪسيڪو نار وارو سمنڊ (Gulf of Mexico Sea)، بئلٽڪ سمنڊ (Beltic Sea)، ايڊرياٽڪ سمنڊ (Adriatic Sea)، اڇو سمنڊ (White Sea)، مئل سمنڊ (Dead Sea)، زرد سمنڊ (Yello Sea)، بيو فورٽ سمنڊ (Beaufort Sea)، ۽ عربي سمنڊ (Arabian Sea) ۽ مهاساگرن ۾ انٽارڪٽيڪا مهاساگر (Antarctica Ocean)، ائٽلانٽڪ مهاساگر (Atlantic Ocean)، سانتيڪو/ پئسفڪ مهاساگر (Pacific Ocean)، هندي مهاساگر (Indian Ocean) آرڪٽڪ مهاساگر (Arctic Ocean) شڪل ۾ موجود آهن انهيءَ 'کنڊائتي ٽوڙ' (Continental Drift) جو تصور (Concept) تمام پراڻو آهي، انهيءَ ٽوڙ سبب مُندن ۾ به تبديلي آئي، پر کنڊن جي زميني شڪل صورت، اوپڙ ۽ جيو جنتر ۾ پنهنجي اصلوڪن پاڳن وارا ڳُڻ ۽ لڇڻ ساڳيا رهيا. شروعات ۾ ابراهام آرٽيلئس (Abraham Ortelius) (1527-98) آفريڪا جي اولهائين ساموندي ڪناري (Western Coastline) ۽ ڏکڻ آمريڪا جي اوڀارئين ساموندي ڪناري (Eastern Coastline) ۾ زبردست هڪجهڙائپ جو ذڪر ڪيو ۽ هن کان پوءِ 1620ع ۾ مشهور انگريز فلاسافر سرفرانسز بيڪن (Sir Francis Bacon) انهن کنڊن ۾ وڏيڪ بنيادي هڪجهڙايون ڳولهي لڌيون پر هن اهو نه ٻڌايو

مهاساگري پليٽن جي چيچ (Oceanic Plates Rift) وارو لڻاءُ يڪوندڙ پليٽن جي ڪنارن (Divergent Boundaries) جي ڪري ٿئي ٿو.

تشڪيلي پليٽن جي ڪنارن (Transform Boundaries) جو هڪ ٻئي جي پرسان ترڪي (Slip) لنگهڻ. اهڙو مثال آمريڪي سانتيڪي پليٽن جو آهي.

هم مرڪز پليٽن جي ڪنارن (Convergent Boundaries) جو تخريبي عمل جنهن سان ننڍ ڳاڙ پون ماس کي ٽرڪي ٽڪري ٿو ۽ آتش فشاني ڪري ٿو ۽ پرنجال اپن ٿا.

ڌرتيءَ جون جڙيل تاسريون
(Tectonic Plates of the Earth)

ٻن هم مرڪز پليٽن جي ٽڪراءَ (Collision of Convergent Plates)، سان ته ٺهر جبل (Folded Mountain) جڙن ٿا. همااليا ان جو مثال آهي.

مها ساگري تتيارن (Oceanic Hot Spots) جي آتشفشاني حرڪت سان آتشفشاني جبل (Volcanic Mountains) جڙن ٿا.

کنڊن جا تتيار (Hotspots) جتان آتشفشاني عمل ٿئي ٿو ۽ پاڻي جا گرم چشما ڦٽن ٿا. نيوزيلينڊ جا اترپان پيٽ ان جو مثال آهن.

کنڊائتي پليٽن جو هڪ ٻئي جي اندر 45° تي ٻيڻي ۽ چڪ وارو عمل جنهن سان زلزلا وارو عمل پيدا ٿئي ۽ ننڍ ڳاڙ (Magma)، مٿيئن پون ماس (Upper Mantle) سان ٽڪري پون جڙي (Crust) کي ٽرڙي ٽڪرا وارو آتش فشاني عمل جنهن سان پرنجال اپن.

کنڊائتي چيچ (Continental Rift)، جنهن سبب پرنجال آيا، گرم پاڻي جا چشما (Geysers) ٺهيا ۽ اوڀر آفريڪا جي ماٿري جڙي راس ٿي.

ڪنڊ "ڌرتيءَ جي ٻئي دور" (Palacozoic Era) 20 ڪروڙ 50 لک سال اڳ واري، قديم ۽ اوائلي وڻن جي پيدائش واري زماني (Permian Period) کان وٺي "ڌرتيءَ جي وچئين دور" (Mesozoic Era) 6 ڪروڙ 50 لک سال اڳ، گلن واري وڻن، اڏامندڙ پکين جي پيدائش ۽ ڊائناسور جي انت واري زماني (Cretaceous Period) تائين هڪ ٻئي کان ڇڄي ڌار ٿيا هئا". اڳتي هلي وڏيڪ عالمن ان جي ثابتي ۾، تمام کنڊن جي صورت ۽ شڪل (Shape of Continents)، ٽاڪرو ساخت ۽ عمر (Age of Rock and Structure)، 'کنڊن جي حرڪت جي ماپ' (Measurement of Continental Movements) ۽ 'پليٽن جي جوڙ ۽ ٽوڙ واري علم' (Paleomagnetism) مان مليي. ان کان علاوه انهن کنڊن مان مليل پنڊ پهڻ (Fossils) ٿيل ٻوٽن (Plants) کان وٺي 'سُرٽن جيون' (Reptiles) ۾ حيرت ناڪ حد تائين ساڳيائپ (Homogeneity) ڏسڻ ۾ آئي. اصل ۾ سائنسدانن جي اهڙي اڀياس جي آڌار تي ئي کنڊائتي ٽوڙ وارو نظريو (Theory of Continental Drift) جڙيو. اهو نظريو سال 1912ع ۾ هڪ جرمن "مُندن ۽ ڪڙندڙ تارن جي ماهر" (Meteorologist) ۽ طبعي جاگرافي جي ماهر (Geophysicist) الفريد لوٿر ويگنر (Alfred Lothar Wegener) پنهنجي جڳ مشهور ڪتاب "کنڊن ۽ مهاساگرن جي اصليت" (Origion of Continents and Oceans) ۾ ڏنو. هن وڏيڪ ٻڌايو ته "کنڊائتي ٽوڙ" ٻن ڏِسائن ڏانهن ٿي، هڪ، اڌوڪ ڏانهن (Towards the Equator) ۽ ٻي اولهه ڏانهن (Towards West)، انهيءَ "اڌوڪي ٽوڙ (Equatorward Drift) جي ڪري آفريڪا ۽ يوريشيا ڌڪبا وڃي هڪ ٻئي کي ويجهو ٿيا ۽ ٽيٿائس سمنڊ ٻنهي جي لپيٽ ۾ اچي ويو. ان جي نتيجي ۾ الپس (Alps)، الٽيز (Altais)، ٽيان شن (Tien Shan)، زوگورز (Zogors)، هندوڪش (Hindukush) ۽ هماليا (Himalaya) وارا جابلو سلسلا وجود ۾ آيا.

هن جي راءِ موجب "اولهه ڏانهن حرڪت" (Westward Movement) چنڊ جي ويرائتي سگهه (Tidal Force of Moon) ۽ سج جي ڪري ممڪن ٿي، 'اولهه ڏانهن ٽوڙ' (Westward Drift). جي سبب اتر آمريڪا، يورپ کان ۽ ڏکڻ آمريڪا، آفريقا کان ٽُٽي جُدا ٿيا ۽ ائٽلانٽڪ ساگر (Atlantic Ocean) وجود ۾ آيو. ان ريت هن 'کنڊائتي ٽوڙ' واري موضوع تي پنهنجي ڪتاب ۾ تفصيلي بحث ڪيو آهي. پر هو پليٽن جي انهيءَ حرڪت (Movement) جي پوريءَ ريت وضاحت نه ڪري سگهيو، جڏهن ته ان کان پوءِ وارن "يونءِ وگيانين" (Geologists) ٻڌايو ته "زمين جو ٻاهريون سخت تهه (Lithosphere) ننڍن حصن ۾ تقسيم ٿيل آهي، جن کي تاسريون/ پليٽون (plates) چيو وڃي ٿو. اهي پليٽون 100 کان 150 ڪلوميٽر ٿولهه رکندڙ آهن ۽ ڌرتيءَ جي ٻئي نرم تهه (Asthenosphere) مٿان تري رهيون آهن. اتي زميني تاپ (Temperature) ۽ داٻ (Presure) جي ڦير گهير (Variation) جي ڪري هڪ قسم جي برقي وهڪ (Thermal Convectional Current) پيدا ٿيندي آهي جنهن جي ڪري اهي پليٽون حرڪت ڪنديون آهن.

ٽيڪٽونڪ پليٽن (جُڙيل تاسرين=Tectonic Plates) جو اصطلاح (Term) سيني کان پهرين تزو ولسن (Tuzo Wilson) سال 1965ع ۾ ٽورنٽو يونيورسٽي (University of Toronto) ۾ استعمال ڪيو. اڳتي هلي 1967ع ۾ ٽيڪٽونڪ پليٽن جو نظريو (Theory of Plate Tectonics) ڊبليو . جي مارگن (W.J Margan) پرنسٽن يونيورسٽي (Princeton University) پاران ڪتابي شڪل ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. اهو نظريو "ساموندڪي تري جو ڦهلاءُ" (Sea Floor Spreading) واري تصور (Concept) تي آڌاريل آهي. اهو خيال 1960ع ۾ هيري. ايچ. هيس (Herry H. Hess) پنهنجي دوست، رابرٽ. ايس ڊئٽز (Robert S. Dietz) سان گڏجي پيش ڪيو ۽ ان موضوع تي ميٿيوز (Mathews) ۽ وائن (Vine) وڌيڪ وضاحتي ڪم ڪري پڪو ۽ پختو ڪيو. ان ۾ "بي قاعده ليڪائين مقناطيسيت" (Linear Magentic Anomalies)جو اڀياس ڪيو ويو آهي. "ساموندڪي تري جو ڦهلاءُ" وارو تصور هڪ 'ڀانيو' (Hypothesis) آهي ۽ 'کنڊائتي ٽوڙ واري نظرئي' (Theory of Continental Drift) ۾ هڪ نئين واڌاري (Development) طور "يون وگيانين" وٽ تسليم ڪيو ويو. اڳتي واري مطالعي ۾ ٻڌايو ويو آهي ته ساموندڪي تري جي خدوخال ۾ هڪ ٻئي سان ڳنڍيل جابلو قطارن جي زنجير آهي جيڪا 6400 ڪلوميٽر ڊگهي ۽ 1000 ڪلوميٽر ويڪر واري آهي. "ساموندڪي تري جو ڦهلاءُ" سال ۾ هڪ کان ٻه انچ (1-2 Inches) ٿئي ٿو ۽ تري واري 'يون ڪڙي' (Crust) 20 ڪروڙ سال کان پراڻي ناهي ۽ اها لاڳيتو نئين ٿيندي رهي ٿي.

يون وگيان موجب اِهي پليٽون جميل ۽ بيٺل (Stationary) ناهن، بلڪ متحرڪ (Dynamic) آهن. هر ڪا پليٽ پنهنجي رفتار ۽ حساب سان حرڪت ۾ آهي، انهن پليٽن جا ڪنارا متحرڪ جڳهن (Dynamic Places) تي پاڻ ۾ چٽيءَ ريت مليل آهن. اهي ئي ڪنارا يونچالن (Earthquakes) ۽ آتشفشاني چُرپر (Volcanoes Activity) واري اصلي ۽ بنيادي جڳهه (Primary Location) آهن. هڪ اڀياس مطابق، سانتيڪي ساگر جي تري (Pacific Basin) ۾ تتي ڳار (Magma) وارو هڪ باهه جو گولو (Ring of Fire) ڦري رهيو آهي، جيڪو آتشفشاني چرپر (Volcanoes Activity) جو سبب بڻجي ٿو. پئسفڪ جي تري



ٽيڪنانڪ پليٽن جي ٽڪراءُ سبب پيدا ٿيل ڇيچ

جي چوڌاري ڪناري وارا آتشفشاني لقاءَ (Volcanic Phenomenon) انهيءَ ڳالهه کي ثابت ڪن ٿا. ان جو اصل ڪارڻ هن هر مرڪز پليٽن (Divergent Plates) جو ٽڪراءُ آهي. هڪ پليٽ جا ڪنارا، ٻي پليٽ جي ڪنارن وٽان مهاساگر جي اونهين کاهين (Trenches) جي اندرئين پاسي 45 ڊگريءَ تي لهي وڃن ٿا. گهرائيءَ ۾ لٽل ڪنارن (Subduction edge) جي اُڇل (Thrust) سان رجائو وارو عمل پيدا ٿئي ٿو ۽ ٽتو ڳار (Magma)، ٽتي ريج (Lava) جي شڪل ۾ مٿيئن پون ماس (Upper Mantle) منجهاران، پون ڪڙي (Crust) کي ٽوڙي ٻاهر نڪرندو رهي ٿو. اهو ئي سبب آهي ته ڌرتيءَ تي وڌ کان وڌ آتشفشاني حرڪت (Volcanoes Movement) انهيءَ سانتيڪي ساگر جي ڪنار (Pacific Rim) تي تمام گهڻي نظر اچي ٿي. پون وگيانڪ اڀياس (Geological Study) ۾ ان عمل جو جواز "پليٽن جا تخريبي ڪنارا" (Destructive Plate Margin) ٻڌايو ويو آهي. سانتيڪي ساگر جي ڪنارن وارن ملڪن ۾ آيل سوناميون، پونچال ۽ تهدار جبلن (Folded Mountains) ۽ آتشفشاني جبلن (Volcanic Mountains) جو جُڙڻ ۽ مهاساگري ٽتيارن (Oceanic Hot Spots) جي آتشفشاني حرڪت، انهيءَ هر مرڪز پليٽن جي قدرتي لقاءَ جا ثبوت آهن. جڏهن ته ٻئيءَ قسم جي "تشڪيلي پليٽن جي حرڪت" ۾ (Movement of Transform Plates) ۾ "تشڪيلي پليٽن جا ڪنارا" (Boundaries of Transforms Plate) بنا ڪنهن فائدي ۽ نقصان جي هڪ ٻئي جي پرسان ترڪي (Slip) لنگهن ٿا، ان عمل سان پونچال اچي سگهن ٿا، پر ڪو به آتشفشاني لقاءَ ڪو نه ٿيندو. اهڙي ميلاپ وارو مثال اُتر آمريڪي پليٽ ۽ سانتيڪي پليٽ آهن. ٽين قسم واري 'ڦڪڙندڙ پليٽ' (Divergent Plate) جيڪي هڪ ٻئي کان پري ٿيندڙ عمل ڪنديون آهن هنن جا تعميري ڪنارا (Constructive Plate Margin) آهن. انهن جي ڦڪڙندڙ عمل سان سمنڊن ۾ ساگرن جو ترو نئون ٿيندو رهي ٿو. اهڙي لقائن جا مثال، گرم پاڻيءَ جا چشما (Geysers)، اوپر آفريقا جي وادي، وچ ائٽلانٽڪ جو ڪڙيو (Mid Atlantic Oceanic Ridge) ڳاڙهو سمنڊ ۽ مئل سمنڊ آهن.

پونءِ وگيانڪ اڀياس (Geological Study) موجب اٽڪل ساڍا پنج ڪروڙ سال اڳ آسٽريليا ۽ انٽارڪيٽڪا وٽان انڊين پليٽ (Indian Plate) اُتر ڏانهن 1 سينٽي ميٽر سال جي رفتار سان چُرڻ لڳي، سُرڻ جي اها رفتار ڪڏهن گهٽ ته ڪڏهن وڌ به ٿيندي رهي. اٽڪل ساڍا چار ڪروڙ سال اڳ 'انڊو-يوريشيئا ٽڪراءُ' (Indian-Eurasian Collision) ٿيو انهيءَ ٽڪراءَ جي نتيجي ۾ هماليائي جابلو سلسلو (Himalayan Mountain Range) وجود ۾ آيو اهو هماليه جبل اڄ ڏينهن سوڌو هر سال هڪ سينٽي ميٽر اونچو ۽ اُپو ٿي رهيو آهي. ٻئي پاسي سانتيڪو مهاساگر (Pacific Ocean) ننڍو ٿي رهيو آهي ۽ ائٽلانٽڪ مهاساگر (Atlantic Ocean) وڏو ٿي رهيو آهي. هماليائي جابلو سلسلي جي ڪري بارفا/ گليشيئر (Glacier) وجود ۾ آيا ۽ هماليا جي دامن منجهاران 'سنڌوءَ جو پيٽ' (Indus Basin) ۽ 'سنڌو-گنگا درياهن جي ترائي (Indus-Ganga Depression) وارو علائقو نهي راس ٿيو سنڌو ۽ گنگا واري درياهي سلسلي سان گڏ ٻيا انيڪ درياهه، جهڙوڪ: سرسوتي، هاڪڙو، چتانگ وغيره به وجود ۾ آيا، جن جي پاڻيءَ جي پالوٽ سان سنڌو ۽ گنگا، جمنا جي ماترين ۾ ساوڪ ۽ ساواڻ جي خوشحالي جنم ورتو ۽ اٽڪل هڪ لک سالن کان پنجاهه هزار سال اڳ تائين پونچي لوڪن هن وادي کي آباد ڪيو ان ريت دنيا جي قديم ۽ سڀ کان پهرين عظيم تهذيب سنڌوءَ ڪناري پيدا ٿي، جنهن جو هن ڌرتيءَ تي اوج ۽ عروج 500 سال (2300-1800 ق.م) قائم رهيو ۽ سنڌو تهذيب جي اجاڙ واري پوئين ۽ ان کان پوءِ واري دور (Post & late Urban Phase) ۾ سنڌو ۽ پئشاچي لوڪن جي ميل جول سان گنگا- جمني تهذيب پيدا ٿي، جيڪا پڻ سنڌو تهذيب جو هڪ نئون انوکو روپ ۽ تسلسل آهي.

**ٽيڪچند بهار:** معروف فارسي شاعر ٽيڪچند بهار 1689ع ۾ دهليءَ ۾ ڄائو هو فارسي ۽ اردو جو شاعر ۽ نعت نويس هو. هن فارسي ٻوليءَ کي سکڻ لاءِ ابو الخير خير الله وفائي جي شاگرديءَ اختيار ڪئي. هن جي لکيل ڪتابن ۾ 'بهار عجم'، 'نوادرالمصادر'، 'جواهرالحروف'، 'ابطال ضرورت'، 'شرح'، 'نصاب'، 'بديع' ۽ 'جواهر الترڪيب' اهم تصنيفون آهن.

**ٽيڪچند مست:** سنڌي ٻوليءَ جي اهم شاعر ٽيڪچند مست جو اصل نالو ٽيڪچند ريواڻي آهي. هن جو جنم چوهڙ جمالي، اڳوڻي ضلعي ڪراچي (هاڻي ضلعي ٺٽي) ۾ 15 مارچ 1938ع ۾ ٿيو. ورهاڱي کان پوءِ هو اُلهاس نگر (ڀارت) ۾ وڃي آباد ٿيو. مشهور ليکڪ، شاعر ۽ اداڪار آهي. آل انڊيا ريڊيو ۽ دور درشن جو مڃيل شاعر آهي. سنڌي فلم "سنڌوءَ جي ڪناري" ۾ اداڪار طور ڪم ڪيائين. سندس ڇپيل ڪتابن ۾: 'رنگين پڙاڏو' (ڪهاڻيون)، 'هي بمبئي آ پيارا' (ڪهاڻيون)، 'شاديءَ جا لڏون' (ناول)، 'اڄ ته پيار ڪريون' (شاعري)، 'ڪنهن سان اوريان حال' (شاعري) شامل آهن.

**ٽيڪراءِ جي ماڙي:** ڪلهوڙن جي دور جو هي ماڳ تعلقي ڏيپلي جي ڪلوئي شهر جي اتر طرف هڪ پٽ جي پاساڙي تي "ٽيڪراءِ جي ماڙي" جي نالي سان موجود آهي. ٽيڪراءِ ميان غلام شاهه ڪلهوڙي طرفان هن علائقي جو حاڪم مقرر ٿيل هو. جنهن غلام شاهه جي حڪم سان نهڙين جي سردار ڪان سگ جي گهر ڪئي هئي. نتيجي ۾ نهڙين هن کي نه رڳو قتل ڪري ڇڏيو پر سندس سپاهي پڄائي محل به ڊاهي ڇڏيو. انهيءَ جدوجهد ۾ رائچند نالي نهڙيو ونڌير چارڻ کي ٽيڪراءِ جي سپاهين کان آزاد ڪرائي آيو. جنهن ڪري نهڙين کيس پنهنجو سردار ڪري چونڊيو. سندس اها سرداري اڄا تائين قائم آهي. سندس اولاد انهيءَ هنڌ کان چند ميلن تي ڪيٽلاريءَ جي ڳوٺ ۾ آباد آهي.

**ٽيڪس:** هيءُ انگريزي ٻوليءَ جو لفظ (Tax) آهي. جيڪو محصول، ناڪي، نوڪ، ڏن، ادائگيءَ جي مفهوم ۾ ڪم ايندو آهي.

**ٽيڪسٽ بوڪ/درسي ڪتاب:** تعليم کاتي طرفان اسڪولن لاءِ مقرر ٿيل نصاب جي روشنيءَ ۾ لکيل ڪتاب.

**ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ:** (ڏسندا: سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ)

**ٽيڪسيلا:** هي ماڳ پنجاب صوبي جي حدن ۾ آهي، جنهن جا آثار راولپنڊيءَ کان اٽڪل 32 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي دريافت ٿيا آهن. هي آثار هڪ سرسبز ۽ شاداب گهيريل واديءَ اندر ملن ٿا، جنهن جي ڊيگهه اٽڪل 15 ڪلوميٽر ۽ ويڪر 8 ڪلوميٽر آهي. ٽيڪسيلا ماڙيءَ جي ستلج درياهه کان اوچائي 1700 کان 1800 فوٽ آهي. ٽيڪسيلا جو هي دلڪش شهر اٽڪل 518 ق.م ۾ ايران جي بادشاهه "دارا اول" جي زماني ۾ اڏيو ويو هو. هندن جي مقدس ڪتاب "رامائڻ" مطابق شري رامچندر جو ننڍو ڀاءُ "ڀرت" نالي هو. جنهن جا ٻه پٽ هئا. جن مان هڪ جو نالو "ٽئڪش" ۽ ٻئي جو نالو "پش ڪلا" هو.

انهن ٻنهي کي مختلف هنڌن تي گورنر مقرر ڪري موڪليو ويو ۽ هنن ٻنهي ڄڻن پنهنجي نالي پويان ٻه شهر وسايا. تڪش واري شهر جو نالو ”تڪشيلا“ يا ”ٽيڪسيلا“ ۽ پش ڪلا جي نالي پويان ”پش ڪلاوتي“ (موجوده چارسده شهر) هو. پر انهن ٻنهي شهرن مان خوشقسمتي صرف ”ٽيڪسيلا“ جي ڀاڳي ۾ آئي، جنهن کي تمام گهڻي شهرت ملي ۽ وڏي عرصي تائين ان جي تهذيب زنده رهي. ٽيڪسيلا مختلف بادشاهن جي گاديءَ جو هنڌ به رهيو. هن شهر جي آباد ٿيڻ کان پوءِ ان جي اهميت ۾ ڏينهون ڏينهن واڌارو ٿيندو ويو، ڇوته اهو شهر جيئن جيئن ترقيءَ ڏي وک وڌائيندو ويو، تيئن تيئن هتي علمي درسگاهون قائم ٿينديون ويون ۽ واپاري لحاظ کان به اهو شهر ٻين سڀني شهرن کان اڳتي نڪري ويو هو. تنهنڪري پري پري کان ماڻهو علم جي حاصل ڪرڻ ۽ واپار لاءِ ڪهي هتي ايندا رهيا، جن ۾ موجوده شاهراهه ريشم، پشاور، وچ ايشيا ۽ ڀارت مان ماڻهو قافلن جي صورت ۾ هتي واپار لاءِ ايندا هئا، هي شهر انهيءَ دور جي بين الاقوامي منڊيءَ جي حيثيت حاصل ڪري چڪو هو. يوناني مورخن به هن شهر جي خوشحاليءَ جي تعريف پنهنجي لکتن ۾ ڪئي آهي. مهاراجا اشوڪا جي دور (273 کان 236 ق. م) ۾ هتي ٻڌ ڌرم زور وٺي چڪو هو ۽ ان جي واڌ ويجهه لاءِ باقاعدي انتظام ڪيا ويا هئا. اشوڪا پنهنجي ئي دور ۾ هتي تمام وڏو استوپا اڏايو. جنهن کي ”ڌرماراجڪا ستوپ“ سڏيو ويندو هو ۽ پوءِ هوريان هوريان هتي ٻيا استوپا ۽ خانقاهون اڏيون ويون، جن ۾ نه رڳو ٻڌمت جي تعليم، پر ان سان گڏوگڏ باقي سڀني مضمونن ۾ سائنس، آرٽ، ميڊيسن، فلڪيات وغيره جي به تعليم ڏني ويندي هئي. هن شهر جو ”ڪشان“ دور خاص طور علم ۽ تدريس جي معاملي ۾ عروج تي هو ۽ ماڻهو پري پري کان ڪهي اچي هتي علم حاصل ڪندا هئا. قديم ٽيڪسيلا، ٻڌ ڌرم جي پيروڪارن لاءِ وڏو مقدس هنڌ هو. ٽيڪسيلا ۾



ٽيڪسيلا جو هڪ ڏيک

جڏهن سڪندراعظم آيو هو ته هتي راجا ”امڀي“ حڪومت ڪندو هو جنهن جو لاڳاپو هندو مذهب سان هو هن سڪندر ڏانهن صلح جو هٿ وڌايو. جڏهن سڪندر هتان رخصت ٿي ويو ته هتي موريا گهراڻو قابض ٿي ويو ۽ انهيءَ ئي گهراڻي جي هڪ عظيم بادشاهه مهاراجا اشوڪا سڀ کان اڳ ٻڌ ڌرم اختيار ڪيو. ڇون ته مهاراجا اشوڪا ”ڪلنگ“ واري جنگ کان متاثر ٿي ٻڌ مذهب اختيار ڪيو هو. جنهن ۾ هن لکن جي ويجهو انسان موت جو ڪاڄ ٻڻجي ويا هئا. ان کانپوءِ هن ڪيترائي استوپا ۽ خانقاهون

اڏايون، جتي عبادت سان گڏوگڏ ٻڌ ڌرم جي تعليم به ڏني ويندي هئي. هندستان ۾ اشوڪا جي دور کان ئي ٻڌ ڌرم جي سرپرستي شروع ٿي ۽ سندس ٻڌ ڌرم قبول ڪرڻ تي بي شمار ماڻهن اهو مذهب اختيار ڪيو. اشوڪا جي لاڏاڻي کان پوءِ هتي يوناني قابض ٿي ويا، جن کان پوءِ ”ساڪ“ ۽ پوءِ ”پارٿي“ هتي جا حاڪم بڻيا. انهن سڀني جي دؤرن ۾ به ٻڌ مذهب کي باقاعدي سرڪاري سرپرستي حاصل رهي. ”ڪشان“ دور ۾ به ٽيڪسيلا ۾ تمام گهڻي تعداد ۾ درسگاهون اڏيون ويون، جن ۾ نه رڳو ٻڌمت جي تعليم ڏني ويندي هئي، بلڪ ٻيا به ڪيترائي مضمون پڙهايا ويندا هئا. ڪشان دور ۾ ٻڌن ۾ ڪي اختلاف به پيدا ٿيا ۽ پوءِ سندن ٻه فرقا: ”هناياني“ ۽ ”مهاياني“ ٿي ويا. ان جهيڙي کي ڪشان جي هڪ مشهور بادشاهه ”ڪنشڪ“ اچي ختم ڪرايو.



ٽيڪسيلا جو منظر

1913ع کان سرجان مارشل ٽيڪسيلا جي قديم آثارن جي کوجنا جي ڪم سان گڏ کوٽائيءَ جو ڪم شروع ڪيو. اها کوٽائي 1934ع تائين جاري رهي. کوٽائيءَ دوران ڪيس هن هنڌ تي ٽي شهر، درجن کن خانقاهون، مندر، ٺلهه ۽ مدرسا مليا. سڀ کان قديم ماڳ ”ڀير جو دڙو“ آهي. کوٽائيءَ دوران مليل وٿن مان اها ڳالهه چٽي ٿي بيٺي ته پنجين صدي ق. م ۾ جڏهن ايرانين هتي قبضو ڪيو هو ته هي شهر موجود هو. سڪندر جي دور ۾ به هي شهر موجود هو. جو هتان جو حڪمران راجا امڀي (Ambhi) هو. جنهن سڪندر جي آجيان ڪئي هئي ۽ راجا پورس سان مقابلي لاءِ هن سڪندر يونانيءَ کي پنجن هزارن فوجين جي افرادي مدد به ڏني هئي.

ٻيو شهر سرڪپ (Sirkap) هو، جيڪو يوناني باخترين اڏيو هو. جڏهن ته ڀير جو شهر تباهه ٿي چڪو هو. هن شهر جا آثار قلعي اندر مليا آهن. هي سٿين، پارٿين ۽ ڪشان بادشاهن جي گاديءَ جو هنڌ رهيو آهي.

ٽيون شهر سرڪپ جي مٿان ئي 53 ق. م ڌاري سٿين ۽ ساڪن اڏيو. اهو ئي گنڌارا آرٽ جو دور سمجهيو وڃي ٿو. روايت آهي ته تڪشيا ڪاندا نالي بادشاهه هن شهر جو بنياد رکيو هو. جيڪو سندس نالي پويان تڪشاشيلا سڏبو هو. جنهن جي سنسڪرت ۾ معنيٰ آهي ”تڪشا بادشاهه جي نالي وارو“. هن جو رامائڻ ۾ ذڪر آهي. هن ماڳ تي ٿيل واقعن جو تاريخي ذڪر تاريخ وار هيٺ ڪجي ٿو:

(1) 518 ق. م: دارا اول ٽيڪسيلا سميت پاڪستان جو هاڻوڪو علائقو فتح ڪري ايراني حڪومت سان ملائي ڇڏيو هو.

(2) 326 ق. م: سڪندر يونانيءَ ٽيڪسيلا کي فتح ڪيو. ان وقت 'اميي' نالي راجا هتي حڪومت ڪندو هو جنهن کيس 5 هزار فوجي ڏنا. جن پورس سان مقابلو ڪري کيس آڻ مڃڻ تي مجبور ڪيو.

(3) 321 ق. م کان 314 ق. م: چندر گپت موريا، جنهن هندستان ۾ موريا گهراڻي جو پايو اپريندي هندستان ۾ وڌو هو. تنهن هي علائقا فتح ڪري پنهنجي عظيم سلطنت ۾ شامل ڪيا. هن هڪ عظيم درسگاهه جو بنياد وجهي ڇاڏڪيو (جنهن کي تاريخ ۾ ڪوٽليه جي نالي سان ياد ڪيو وڃي ٿو) کي هن درسگاهه ۾ استاد مقرر ڪيو.

(4) موريا خاندان جي عظيم بادشاهه چندر گپتا جي پوٽي، اشوڪا ٻڌ ڌرم قبولي، هن هنڌ کي ٻڌ ڌرم جو مرڪز بڻايو. اهو ئي دور هو، جنهن ۾ ٽيڪسيلا ۾ اسٽوپا ۽ ٻيون اڏاوتون ٺهيون.



ٻن مٿن واري عقاب مندر جو هڪ ڏيک

(5) 185 ق. م: موريا گهراڻي جو آخري حڪمران برها درٿ (Brihadratha) هو. جنهن کي سندس ئي فوجي جرنيل پوشيامترا سُنگا (Pushyamitra Sunga) قتل ڪري ڇڏيو.

(6) 100 ق. م: يوناني باخترين سرڪپ جو شهر جهلم ندي جي ٻيءَ پر اڏي، ان کي پنهنجي گاديءَ جو شهر قرار ڏنو. اهو شهر ٽيڪسيلا جي بلڪل سامهون هو. جنهن جا آثار اڃا موجود آهن. پهريون پيرو هن دور ۾ ئي هتي ضرب خاني جا نشان ملن ٿا. جتي سڪا ٺپيا ويندا هئا.

(7) 90 ق. م: ميوز نالي سٿين فوجي جرنيل ٽيڪسيلا جي آخري يوناني باختري بادشاهه کي تخت تان لاهي ڇڏيو.

(8) 76 ق. م: هندستان ۾ سٿين جي حڪومت جو پايو وجهندڙ گونڊ و فرينس (Gondophernes) ٽيڪسيلا تي حملو ڪري، ان کي پنهنجي گاديءَ جو هنڌ بڻايو.

(9) 76 ق. م: هن زماني جون ڪجهه لکتون اڪريل حالت ۾ مليون آهن. جيڪي پڙهيون ويون آهن. انهن مان هڪ لکت تي "بادشاهن جو بادشاهه ديو تيراڪشنا" لفظ لکيل مليا آهن.

(10) 470-460ع دوران چيني قبيلي جي رولو ڏاڙيلن، جن کي تاريخ ۾ هيپٿالائٽس (Hephthalites) نالي سان سڃاتو وڃي ٿو. ٽيڪسيلا تي حملو ڪري گنڌارا ثقافت جي هن قديم ۽ عظيم شهر کي اهڙو ته اجاڙي ڇڏيو جو وري آباد ٿي نه سگهيو. هنن ڪيترا اسٽوپا ۽ مندر بنهه ڊاهي ڦٽا ڪيا.

هن ماڳ کي جان مارشل 1917ع کان 1934ع تائين کوٽائي ڪري ٻيهر منظر تي آندو. اصل ۾ هن ماڳ تي سر اليگزنڊر ڪننگهام 1862ع ۾ ڪم شروع ڪيو هو. ڪننگهام ٻه هندستان جي قديم آثارن واري کاتي جو ناظم اعليٰ هو. هن پهرين 1863ع ڌاري ڳوٺ شاهپور لڳ کوٽائي ڪرائي هئي. ڏهن سالن جي جدوجهد کان پوءِ کيس هتان هڪ ٽامي جي پٽي ملي هئي. جنهن تي هن شهر جو پورو نالو لکيل هو. هيءَ پهريون شخص هو جنهن ٻڌايو ته تاريخ جي تهن ۾ لڪل شهر "ٽيڪسيلا" هتي دفن آهي. 1944ع ۾ سر مورٽيمر ويلر هن ماڳ جي کوٽائي ڪئي هئي. پر ڪائنس اڳ جان مارشل 1912ع ۽ 1917ع کان 1934ع تائين هن ماڳ جا ڪافي حصا ظاهر ڪيا هئا. ورهاڱي کان پوءِ 1962ع ۾ قديم آثارن جي ڊائريڪٽر محمد شريف جي نگرانيءَ ۾، 1968ع کان 1972ع تائين محمد حليم جي نگرانيءَ ۾ ڪافي کوٽائيءَ جو ڪم ٿيو. انهن کوٽاين دوران چار شهر، هڪ قلعو تي ڳوٺ ۽ ٻه درجن ٻڌ جا وهارا مليا. هتان مليل شين نه صرف پاڪستان ۾ ٻوڌي دور جي مرڪز کي ظاهر ڪيو آهي، پر هتي نئين مطالعي ۽ تحقيق جا دروازا به کولي ڇڏيا آهن.

**سرائي کولا:** ٽيڪسيلا جي پهرين آبادي سرائي کولا آهي، جيڪا پشاور کان راولپنڊيءَ ويندي ڪالاپل وٽ هڪ دڙي تي واقع آهي. هن دڙي جي ڏکڻ ۾ 80 فٽن جي گهرائيءَ تي هڪ نئن وهي ٿي. قديم آثارن جي ماهرن جو چوڻ آهي ته هيءَ بستي 3500 ق. م کان 1000 ق. م تائين آباد هئي. هن بستيءَ جي کوٽائيءَ دوران اهو معلوم ٿيو آهي ته هي ماڳ ٽي پيرا برباد ٿيو ۽ وري آباد ٿيو آهي. هي شهر آخري پيرو اٺين صدي عيسويءَ ۾ ٿوري عرصي لاءِ آباد ٿيو ۽ وري اهڙو برباد ٿيو جو ٻيهر آباد ٿي نه سگهيو هتان مليل وٿن مان ظاهر ٿيو آهي ته هن ماڳ جا رهاڪو تعميرات جي فن کان اڻ واقف هئا. اهي پٿر ۽ هڏي مان ٺهيل اوزارن جو استعمال ڪندا هئا. مٿينءَ سطح تي کوٽائي ڪندي 12 قبرون مليون آهن. لاشن کي اوپر- اولهه پوريو ويندو هو قبرن ۾ عام استعمال جون شيون، جن ۾، پٿر ۽ هڏي مان ٺهيل اوزار، برتن، ٺڪرائو زنانيون مورتيون وغيره مليون آهن.

**ڀير دڙو (Bhir Mound) :** ٽيڪسيلا جي هيءَ ٻي شهري آبادي آهي. هي ماڳ ٽيڪسيلا ريلوي اسٽيشن ۽ تمرا نالي جي وچ تي واقع هڪ وسيع ميدان جي اتر واري ڪنڊ تي موجود آهي. هتي عجائب گهر به ٺهيل آهي. هن ماڳ جي کوٽائيءَ دوران جيڪي آثار مليا آهن. تن مان ظاهر ٿئي ٿو ته هي ماڳ به ٽي پيرا تباهه ٿيو ۽ وري آباد ٿيو آهي. هي دڙو ميداني سطح کان 65 فوٽ اوچو آهي. هن شهر جا چار طبقا مليا آهن. جنهن جي پهرئين


ڀير دڙي جو هڪ ڏيک

طبقي ۾ پڪل جاين کان سواءِ ڪو به خاص نشان نه مليو آهي. هيءُ طبقو چڱيءَ حالت ۾ آهي، هتان اڏاوت جي نشانين طور سوڙهيون گهٽيون، رهائشي گهر ۽ بازارن جا نشان ملن ٿا. پر شهر ڪنهن رٿابنديءَ هيٺ ٺهيل نه آهي. جاين جي بناوت ۾ اڻ گهڙيل پٿر گل گاريءَ سان لنبيل ملي ٿو. هن تهه ۾ باهه جا نشان ملن ٿا. اندازو لڳايو ويو آهي ته هن دور ۾ شهر کي باهه لڳائي وئي هوندي. هن شهر جي چوڌاري پناهه جي ڀت يا قلعو ٺهيل آهي. جيڪا ڪچين سرن جي آهي. هي شهر راجا امڀي جو تخت گاهه هو، جنهن ڪري هن هنخامنشي خاندان جي حڪومت سان گڏوگڏ سڪندر جو جاهه وجلال، اشوڪ اعظم جو علم سان پيار وغيره به ڏٺو. هن ئي شهر ۾ مشهور فلسفي ۽ سياستدان چاڻڪيه ڪوٽليه تعليم ڏيندو هو ۽ مشهور "وياڪرڻي" ماهر ۽ سنسڪرت جي ڄاڻو "پاڻيٽي" سنسڪرت ٻوليءَ جي قاعدن جو ڀرپور ڪتاب جوڙيو. مهاڀارت جي تخليق به هن ئي شهر ۾ ٿي. ڀير دڙي جو چوٿون ۽ صفا هيٺيون طبقو هنخامنشي دور سان واسطو رکي ٿو. هن طبقي جي کوٽائيءَ مان ايراني ثقافت جون اهي شيون مليون آهن، جيڪي پنجين صدي ق.م ۾ ايراني استعمال ڪندا هئا ۽ ايران جي همعصر ماڳن ۾ موجود آهن. هن دڙي جو ٽيون طبقو سڪندراعظم جي هندستان واري ڪاهه واري دور يعني چوٿين صدي ق.م سان تعلق رکي ٿو. يوناني ڪاري رنگ جا ٿانو استعمال ڪندا هئا، جن تي خالص يوناني چٽسالي ملي آهي. هن ڀڙي جي ٻئي طبقي جو تعلق ٽين صدي ق.م جي موريا خاندان سان نظر اچي ٿو جو کوٽائيءَ دوران جيڪي شيون مليون آهن، تن ۾ موريا عهد سان ملندڙ وٿون شامل آهن.

**سرڪپ (Sirkup):** هي به ٽيڪسلا جي ويجهو هڪ اهم بستي آهي، جيڪا ڀير ڀڙي جي اتر ۾ تمرا نالي جي ٻئي ڪناري تي هڪ پُرفضا هنڌ تي آباد ڪئي وئي هئي. هن شهر جو بنياد ميئيرس اول رکيو هو، جيڪو ساڪا دور جي بادشاهن مان هو. هن شهر کي چوڌاري پناهه جي ڀت ڏنل



سرڪپ جون اندريون ڏيک

هئي، جيڪا اڻ گهڙيل پٿرن مان ناهي وئي آهي. هي ديوار ساڍا ٽي ميل ڊگهي ۽ ڏيڍ کان ساڍا ٽي فوٽ ويڪري آهي. شهر جو اتر وارو حصو جنهن کي ڪچو ڪوٽ چون ٿا، سو هن شهر پناهه کان ٻاهر آهي. هن شهر پناهه يا قلعي کي ڪنڌن تي ٿوري ٿوري فاصلي تي برج ٺهيل آهن. ڪچي ڪوٽ لاءِ جان مارشل جي راءِ آهي ته جڏهن باختري يوناني "پير" مان لڏيا ته هتي اچي آباد ٿيا. جان مارشل اهو به لکيو آهي ته جڏهن هنن ڏٺو ته پير جون عمارتون زبون ٿي ويون آهن ۽ هو انهن جي مرمت نٿا ڪري سگهن ته اتان لڏي هتي اچي ويٺا. مگر ڪن عالمن سندس راءِ سان اختلاف ڪيو آهي. سندن چوڻ آهي ته هڪ چورس ڪلوميٽرن اندر هن قلعي ۾ آباديءَ جو ڪو به نشان نه آهي. جيئن ته شهر جي اندر تجارتي قافلن لاءِ ڪا به جاءِ نه هئي، ان لاءِ ممڪن آهي ته اها جاءِ صرف قافلن لاءِ مخصوص هجي. کوٽائي ڪندي ٽيهه فوٽ ويڪري ۽ بلڪل سڌي سڙڪ ملي آهي. جيڪا اتر- ڏکڻ منهن تي آهي. ان جي چوڌاري دڪان، مندر ۽ ٻيون جايون ٺهيل آهن. هن سڙڪ سان گڏ ٻنهي طرفين ڪافي ٻيون گهٽيون به نڪرن ٿيون. هن سڙڪ تي عقاب وارو مندر، گول مندر ۽ هڪ محل شامل آهن. هتي شهري رٿابنديءَ جا ابتدائي نشان ملن ٿا. گهٽيون سڌيون، گهر هوادار ۽ ڪشادا ٺهيل آهن. عمارتن جي تعمير ۾ اڻ گهڙيل پٿر استعمال ٿيل آهن. پر پهرين صدي عيسويءَ جي شروعات ۾ زلزلي بعد عمارتن ۾ تراشيل پٿر استعمال ٿيڻ لڳو. گهڻو ڪري گهرن جو نقشو هڪ جهڙو آهي. سرڪپ جي معنيٰ "وڍيل سَر وارو" آهي، جنهن لاءِ ڪافي روايتون ملن ٿيون.

**ٻن مٿن واري عقاب وارو مندر:** هي مندر شاهراهه جي اوڀر ۾ واقع آهي. هن مندر ۾ مقامي پٿر استعمال ٿيل آهي. چورس رٿ جو هي مندر، نموني ۾ ڪارنٿي، يوناني، بنگالي ۽ دکني طرز جو تعمير ٿيل نظر اچي ٿو. هر طاقچي تي هڪ پکي ٺهيل آهي، جيڪو عقاب وانگر لڳي ٿو اهو ٻن مٿن واري عقاب، بابل، ايشيا ڪوچڪ ۽ اسپارٽا ۾ شاهي اقتدار جي علامت سمجهيو ويندو هو. ٽيڪسلا ۾ هيءَ علامت گهڻو ڪري سٿين پاڻ سان آنڌي ٿي ڏسجي. انهن ئي هي نشان جرمنيءَ ۽ روس ۾ به پهچايو. ساڳيو نشان ٽيڪسلا کان دکن، دکن کان سري لنڪا پهتو، جتي ڪانڊي سردار جي جهنڊي تي اڄ به موجود آهي.

**گول مندر:** شاهراهه جي اوڀر ۾ هڪ وڏي مندر جا نشان آهن، جيڪو ٻڌن جو وهارو آهي. هي مندر هڪ ٿلهي تي ٺهيل آهي. مٿي چڙهڻ لاءِ ڏاڪڻيون ٺهيل آهن. احاطي ۾ به ٿلهه ٺهيل آهن، جن کي چن ۽ چيروليءَ سان ٺهيل بوتن سان سجايو ويو آهي. ان آرائش مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته هي مندر 50 عيسويءَ ۾ ٺهيو هوندو. هن مندر جي وچ تي هڪ ڪمرو آهي. ڪمري ۾ به اسٽوپا جي هجڻ جا نشان آهن، پر هاڻي اتي ڪجهه ڪونهي. مندر جي پويان هڪ ديوار ۾ ڳجهو ڪمرو ٺهيل آهي، جنهن ۾ "دفينو مليو آهي. جيڪو مندر جي ملڪيت هو.

**محل:** هيٺين شهر جي اڀرندي حصي ۾ هڪ وڏي عمارت آهي، جنهن جي وسعت، مضبوطي ۽ تعمير جي انفراديت ڏسندي محسوس ٿئي ٿو ته اهو محل هوندو. هن عمارت کي ٽي دروازا آهن. جيڪي مختلف طرفن ڏانهن کلن ٿا. عمارت جي ڏاکڻي اڀرندي حصي ۾ ديوانِ عام، دفتر ۽ مهمان خاني نموني جون اڏاوتون آهن. تعمير جي رٿابنديءَ جي اعتبار کان هي محل عراق جي قديم محلن سان مشابهت رکي ٿو.

**سرسک:** هي شهر راجا ڪنشڪ پهرين صدي عيسويءَ ۾ اڏايو هو اڄڪلهه ان جي مٿان آبادي آهي. ان لاءِ هن جي مڪمل کوٽائي في الحال ممڪن ناهي. آثارن مان لڳي ٿو ته هي شهر چورس رٿا جو رٿيل هو. هن وقت پراڻي شهر جا ڪي آثار ڪو نه ٿا ملن، جو ان جي مٿان اڏاوتون ۽ باغ باغيچا موجود آهن. صرف قلعي جي ديوار جا ڪجهه نشان ملن ٿا. جيڪو اڻ گهڙيل پٿرن جو

ٿهيل آهي. زمين جي اصلي سطح کان پنج فوٽ اوچا گول پشتا ڏئي ديوارن کي مضبوط ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. ديوار جي ويڪر ساڍا ارڙهن فوٽ آهي. هر 90 فوٽن تي هڪ برج جو نشان ملي ٿو.

بهرحال، هن وقت تائين کوٽائيءَ دوران ٽيڪسلا مان ٻڌن جون ٻه ڊزن کن عبادتگاهون دريافت ٿي چڪيون آهن، پر اهڙا ٻه هنڌ موجود آهن، جن جي اڃا تائين کوٽائي نه ڪئي وئي آهي. دريافت ٿيل آثارن مان بخوبي اهو اندازو ٿئي ٿو ته خانقاهن جي اندر جيڪي ننڍا ننڍا ڪمرا ٺهيل آهن، تن ۾ شاگرد ۽ ٻڌمت جي تعليم ڏيڻ وارا ڀڪشو رهندا هئا ۽ هڪ طرف اسٽوپائن



سرسک جو اسٽوپا

وٽ ويهي باقاعدي عبادت ڪئي ويندي هئي. ٽيڪسلا فقط ان دور ۾ ئي ٻڌمت جي پوئلڳن لاءِ احترام جي قابل جاءِ نه هئي، بلڪ اڄ به سڄيءَ دنيا ۾ ٽئڪسلا کي ٻڌمت جي تاريخي آثارن جي حوالي سان ٻڌ ڌرم وارن ٻين ملڪن ۾ قدر جي نگاهه سان ڏٺو وڃي ٿو ۽ ڪيترا ٻڌمت جا پيروڪار هتي اچي عبادت ڪن ٿا. قديم زماني ۾ جڏهن ٽيڪسلا آباد هو ته هي علائقو وڏي اهميت رکندو هو. جنهن جا ڪيترائي سبب هئا. ان جو گاديءَ جو هنڌ هئڻ، موچاري آبهوا جو هئڻ، ان جي سونهن ۽ قدرتي دلڪشي، چڱي دفاعي حيثيت، علمي درسگاهن جي موجودگي، زمين جي زرخيزي، وغيره. اهڙيون شيون هيون، جن گڏجي ان کي اعليٰ درجو بخشيو هو.

اڄوڪي دور ۾، جيڪڏهن جائزو وٺڻ سان اندازو ٿئي ٿو ته نه رڳو قديم دور ۾، پر اڄ جي جديد دور ۾ به ٽيڪسلا جي اهميت ۾ گهٽتائي نه آئي آهي، پر واڌارو ئي ٿيو آهي. قديم دور ۾ تعليمي سرگرمين ۽ اعليٰ قسم جي تعليمي درسگاهن جي ڪري هي هنڌ "يونيورسٽي ٽائون" جي نالي سان منسوب هو اڄڪلهه به پاڪستان جي هڪ وڏي فني تعليم جي يونيورسٽي هتي قائم آهي، جنهن ۾ سڄي ملڪ مان شاگرد تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ اچن ٿا. ان کان سواءِ پاڪستان جون ٽي وڏيون يونيورسٽيون، اسلامڪ انٽرنيشنل يونيورسٽي، قائداعظم يونيورسٽي ۽ علامه اقبال اوپن يونيورسٽي هتان کان گهڻو پري نه آهن. دفاعي لحاظ کان جيتري اهميت ٽيڪسلا کي قديم دور ۾ هئي، اوتري ئي اڄ به آهي. مختلف فئڪٽرين جي لڳڻ سبب ماڻهن کي هتي روزگار جا موقعا ميسر آهن.

ٽيڪسلا جي کوٽائيءَ دوران سرجريءَ جا به ڪيترا اوزار مليا آهن.

ٽيڪسلا واديءَ ۾ دفن ٿيل قديم تهذيبي آثارن جو ڏس 19 هين صديءَ ۾ مليو جڏهن مقامي ماڻهن کي هتان سڪا ۽ مٽڪا وغيره هٿ آيا، جيئن جيئن برساتون پونديون هيون يا تيز هوائون لڳنديون هيون ته ماڻهو اهڙين شين جي ڳولا ۾ جبلن تي هليا ويندا هئا، جتي اهي آثار موجود هئا، پوءِ اها ڳالهه عام ٿي وئي ته هنن جبلن ۾ خزانا دفن ٿيل آهن. آهستي آهستي اها ڳالهه حڪومتي ايوانن تائين پهتي، جنهن تي گورنمينٽ آف انڊيا، آثار قديمه جي هڪ ماهر "جنرل ڪننگهام" کي اها ذميواري سونپي ته، هو ان واديءَ جي سروي ڪري، رپورٽ پيش ڪري. هن صاحب سال 1862ع کان سال 1872ع تائين سروي ڪري حڪومت کي پنهنجي رپورٽ پيش ڪئي. جنرل ڪننگهام جي سروي کان پوءِ ماڻهن جو شڪ يقين ۾ بدلجي ويو ۽ انهن آثارن جي کوٽائي زور ۽ شور سان شروع ڪري ڏني. جڏهن حڪومت کي اها خبر پئي ته ان "سر جان مارشل" کي، جيڪو آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا جو ڊائريڪٽر جنرل هو، هنن آثارن جي کوٽائيءَ لاءِ مقرر ڪيو. هن آثارن جي 1913ع کان 1934ع تائين کوٽائي ڪئي، نتيجي طور هن ٽئين قديم شهرن کان سواءِ ٻڌمت جون ٻه ڊزن کن خانقاهون ۽ اسٽوپا دريافت ڪيا، جن ۾ ٻهريون شهر "سرڪپ" آهي ۽ خانقاهن ۾ مشهور قديم يونيورسٽيءَ کان سواءِ مهاراجا اشوڪا جو اڏايل اسٽوپا "ڌرما راجيڪا" ۽ باقي مختلف دورن ۾ اڏجندڙ شهر ڪلاوان، موهڙ مرادون، پيلان پڪڙ، ٽوپ، ڪڙي پلا مالا اسٽوپا ۽ خانقاهه شامل آهن. ٽيڪسلا مان ملندڙ نوادرات جو خزانو ٽيڪسلا ميوزيم ۾ محفوظ آهي. کوٽائيءَ دوران سر جان مارشل کي جتي قديم شهر مليا، اتي ٻڌن جون عبادتگاهون به مليون ۽ انهن ئي هنڌن تان نوادرات جو هڪ املهه خزانو به مليو جن ۾ ٻڌن جي عبادتگاهن مان مهاتما ٻڌ جا مجسما ۽ مجسمن ۾



گول مندر وارو اسٽوپا

اڪريل ٻڌ جون ڪهاڻيون، سون ۽ چانديءَ جا زيور، چانديءَ جا ٿانوَ سون، چاندي ۽ ٽامي جا بيشمار سڪا، جن ۾ مختلف دورن جا يوناني سڪا، پارٿي ۽ ڪشان بادشاهن جا سڪا شامل هئا. پٿرن جا مٽڪا، روزمره جي واهپي جون شيون، جنگي اوزار، چن جا بوتا، پڪي مٽيءَ جا ٿانو وغيره به مليا آهن. انهن سمورين شين کي مڪمل حفاظت سان گڏوگڏ انهن وٽن کي ماڻهن کي ڏيکارڻ لاءِ سرجان مارشل هڪ تمام سهڻي عمارت اڏائي، جنهن جي اڏاوت ۾ چن جا پٿر ۽ ساڳواني ڪاٺ ڪتب آندل آهي ۽ اها عمارت ڏهن ورهين ۾ (1918ع کان 1928ع تائين) مڪمل ٿي. ان جو افتتاح ان وقت جي وائسراءِ هند لارڊ چيمسفورڊ جي هٿان ٿيو. هن عمارت ۾ وڏا وڏا شوڪيس پٽين سان لڳايا ويا آهن، جن ۾ اهي نوادرات وڏيءَ خوبصورتيءَ سان رکيل آهن.

اڄ ڪان ڪيترين صديون اڳ اهو شهر وڏي بارونق ۽ ڪشش ڀريو رهيو هو. ان دور جي ڪيترن چيني سياحن به هن شهر جي خوشحاليءَ، سونهن ۽ اهميت جون ڪهاڻيون بيان ڪيون آهن. ٽيڪسيلا جي کنڊرن جي اهميت کي نظر هيٺ رکندي نه رڳو پاڪستان حڪومت، پر اقوام متحده ۽ يونيسڪو ان جي حفاظت ۽ بحاليءَ لاءِ پنهنجو ڪردار ادا ڪيو آهي ۽ ٽيڪسيلا جي سمورن آثارن کي يونيسڪو پنهنجي جاري ڪيل "World Heritage" لسٽ ۾ 270 نمبر تي شامل ڪيو آهي. ٽيڪسيلا ۾ هر مهيني سياحن جي سراسري آمد ڏهن هزارن کان پندرهن هزارن تائين ٿيندي، انهن ۾ ملڪي ۽ غيرملڪي ٻئي سياح شامل آهن. هتي ٻيا به ڪيترا اسلامي دور جا آثار موجود آهن. جن ۾ غزنوي مسجد، اسلامي دور جو هڪ قلعو پير باغ عليءَ جو مقبرو وغيره اچي وڃن ٿا.

**ٽيڪم آفتاب**: ٽيڪم مَنارام آسوداڻي "آفتاب" 7 جون 1938ع تي ڳوٺ محبت ديرو جتوئي، تعلقي ڪنڊياري ۾ ڄائو. هندستان جي ورهاڱي ٿيڻ کان پوءِ لڏي وڃي ڀارت وسايائين. هن وقت بئرا ڳڙهه ڀوپال ۾ رهي ٿو. ٽيڪم "آفتاب" ڀارت ۾ سنڌي توڙي اردو شاعريءَ ۾ چڱو نالو ڪيو آهي. سندس ڪلام وقت به وقت مشهور اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيندو رهي ٿو. ڪجهه ناٽڪ به لکيا اٿس، جيڪي آل انڊيا ريڊيي تان نشر ٿيندا رهن ٿا. پاڻ ڪيترو وقت "اباڻا" ۽ "مشعال" ته ماهي رسالن جو ايڊيٽر ٿي رهيو. سندس ڪلام جو مجموعو "ڪاغذ ڪلام" 1987ع ۾ ڇپيو. سندس ڪلام ۾ شاعراڻيون سڀئي وصفون موجود آهن.

**ٽيڪنالاجي** (Technology): علمي مقصدن جي لاءِ انساني ماحول ۾ ڦير گهير ۾ ڪتب ايندڙ علم کي "ٽيڪنالاجي" چئجي ٿو. هنر، ڪاريگريون (Technics) ۽ اهي ذريعا، جيڪي انساني زندگيءَ کي آسان بنائين ٿا، 'ٽيڪنالاجي' چورائين ٿا. سائنس جو قدرتي ڏيکن ۽ شين سان "ڪيئن، ڇو ۽ ڇا" جو تعلق تمام گهڻو آهي، ٽيڪنالاجي ۾ گهڻو ڌيان شين جي ظاهري طرح موجودگيءَ تي ڏنو ويندو آهي. تاريخ کان اڳ واري زماني ۾ انسان جيئن ئي اوزار استعمال ڪرڻ سکيو ته ٽيڪنالاجي وجود ۾ آئي. هزارن سالن تائين ٽيڪنالاجي، دستڪاري ۽ پٿر مان اوزار ٺاهڻ جي استعمال تائين محدود رهي. انهيءَ ميدان ۾ وڏي ترقي، ان وقت ٿي، جڏهن انساني محنت جي متبادل مشينون ٺهڻ شروع ٿيون. تڏهن کان هن وقت تائين، ٽيڪنالاجيءَ ۾ ڏينهون ڏينهن ترقي جاري آهي، جتي سائنس جا اصول، ٽيڪنالاجيءَ ذريعي معمول جي زندگيءَ ۾ عملي طرح لاڳو ٿيڻ لڳا، اتي ٽيڪنالاجيءَ ۾ ٿيندڙ ترقي، سائنسي تحقيق کي وڌيڪ جديد اوزار مهيا ڪري ڏنا. سائنس ۽ ٽيڪنالاجي جو هڪ ٻئي ڳانڍاپي جو عمل هڪ تسلسل آهي، جيڪو انسان جي زندگيءَ کي اڻ ڳڻين پاسن کان متاثر ڪندو رهيو آهي. اڄ جي مصروف ۽ هنگامي واري زندگيءَ ۾ بنيادي ضرورتن کي پوري ڪرڻ لاءِ ٽيڪنالاجيءَ ۾ ٿيندڙ ترقيءَ جي شرح ماضيءَ جي ڀيٽ ۾ تمام گهڻي وڌيل آهي، جيتوڻيڪ ان جا ناڪاري نتيجا ماحولياتي گدلاڻ موتمار هٿيارن جي شڪل ۾ ظاهر ٿي رهيا آهن.

اوائلي پٿرن جي زماني (Paleolithic Age) ۾ انسان پهريون ڀيرو ننڍن پٿرن کي گهڙڻ جي ڪوشش ڪئي ته جيئن ان مان مخصوص قسم جو ڪم وٺي سگهي. اندازو آهي ته سڀ کان اول پٿر جي ڪهاڙي ٺاهي وئي هوندي. ان بعد پٿر جي نوڪدار ٽڪڙن جي چوٽين کي نيزي جي شڪل ڏني وئي هوندي. ان بعد پٿر جي ڇري، پٿر جي سُئي ٺاهي وئي هوندي. انهن اوزارن سان انسان کي غذا ۽ غارن ۾ پناهه حاصل ڪرڻ ۾ مدد ملي.

لڳ ڀڳ 20 هزار سال اڳ روءِ زمين مان برف پگهرجڻ شروع ٿي ته ڍنڍون، نديون ۽ جهنگ ٺهڻ شروع ٿيا. انسان غارن مان نڪتو. هيڙيون ۽ تير ڪمان ايجاد ٿيا، مڇين ۽ ٻين جانورن جو شڪار ٿيڻ لڳو. وڻن کي ڪٽي گهر ٺاهيا ويا. پر انجنيئرنگ ۽ ٽيڪنالاجي فن ۾ پهريون انقلاب لڳ ڀڳ 8 هزار سال اڳ موجود ڏسڻ ۾ اچي ٿو جڏهن زراعت جي شروعات ٿي. جنهن ڪري انسان ننڍن ننڍن ڳوٺن ۽ وستين ۾ رهڻ لڳو ۽ جانورن کي پالڻ جي شروعات ڪيائين. اٽڪل ٽي هزار سال ق. م تائين وڏين وستين ۽ شهرن جي ابتدا ٿي چڪي هئي. مختلف ضرورتن ۽ سهولتن تحت اهو تمدن، ندين جي ڪناري وجود ۾ آيو ۽ سڀ کان پهريان فني ترقي نيل وادي (مصر) ۾ ٿي. جتي نيل درياهه جي ٻوڏن مان فائدو حاصل ڪرڻ لاءِ سمورن رهواسين جو گڏيل سهڪار درڪار هو.

تمدن جو ٻيو مرڪز بابل به هو، جيڪو دجله ۽ فرات درياهه جي ڪناري يعني عراق ۽ سنڌوءَ جي ڪناري سنڌ ۾ نظر اچي ٿو. دجله ۽ فرات وارين وادين جي ماڻهن ڦيٿو ايجاد ڪيو. پهريون ڀيرو ڦيٿو ڪاٺ جو ٺهيل هو (سنڌ ۾ ڦيٿو اڄ به ڪاٺ جو ٺهي ٿو). ان بعد يوناني جو عروج شروع ٿيو. انهن جو ڌيان عملي ڪاروبار کان وڌيڪ علم ۽ سائنس جي اصولن طرف هو. اهو چئي سگهجي ٿو ته سائنسي نظريي جا بنياد رکندڙ اهي ئي ماڻهو هئا. عملي استعمال جي لاءِ هنن ساديون مشينون (Wedge)، بيرم (Lever)، چرخي ۽ لوهي سيخ جي خاصيتن جو خاص تجزيو ڪيو. ارشميدس (Archimedes) ۽ هيرو (Hero) طبعيات ۽ رياضي جي عملي استعمال لاءِ مشهور آهن.

**ٽيڪڻ**: دريائي مڇيءَ جو هڪ قسم، جيڪا ڇيلري مڇي آهي، جيڪا ننڍين مڇين ۾ شمار ٿيندڙ هيءَ مڇي پنجن کان 10 انچن تائين ڏٺي ويندي آهي. هيءَ مڇي اُڀاوڙي طرف ٿيندي آهي. جڏهن ته مائيلي جي ڍورن ۾ پڻ ٿيندي آهي. هن مڇيءَ جي ڦر ڪرڻ جون به منڊون آهن. آني ڪندي آهي، آني وهندي آهي ته داڻ داڻ مان ٻيون مڇيون ٿينديون آهن. هيءَ اڪيلي گهمندڙ مڇي آهي.

**ٽيڪواڻي**: ٽيڪواڻي آڪهه وارا لهاڻا ورهاڱي کان اڳ "مانجهو" تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ رهندا هئا، جتي سندن ويهارو کن گهر هئا. هنن مان مکيه آڪهه، هاسانند مينگراج جي هئي، جيڪو ڪراچيءَ جي سٽي هاءِ اسڪول جو هيڊ ماسٽر هو ۽ اهو هاءِ اسڪول هن ڪراچيءَ جي سراءِ ڪوارٽر ۾ پاڻ کوليو هو جيڪو گاڏي کاتي کي ويجهو هو. اهو هاءِ اسڪول هن 1931ع ۾ قائم ڪيو هو. ورهاڱي کان پوءِ مانجهوءَ جا ٽيڪواڻي لڏي ڀارت ۾ وڃي رهيا.

**ٽيگير**: تعلقي ڏوڪريءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ 'الڻ خان پاڳٽ' نالي هڪڙو ڳوٺ شامل آهي.

**ٽي گهر (ڪتاب)**: هيءَ ڪتاب مرزا قليچ بيگ جو ترجمو ڪيل آهي. ڪرائون سائيز وارو هيءَ ڪتاب اول 1913ع ۾ حيدرآباد مان آتمارام ڪندن مل، قيصريه پريس مان ڇپرايو. هڪ رپئي قيمت واري هن ڪتاب جا

249 صفحا هئا. هن جي جديد ڇاپي ۾ 352 صفحا آهن ۽ قيمت 3 رپيا اٺ آنا رکيل آهي. ڇاپو پهريون، سنڌي ادبي بورڊ پريس، حيدرآباد مان، سال 1959ع ڇپايو. ساڳئي نالي سان هن ڪتاب جو ٻيو ڀاڱو پڻ مرزا قليچ بيگ جو ترجمو ڪيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 212 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو رکيل آهي. آتمارام ڪندن مل، قيصريه پريس، حيدرآباد مان سال 1913ع ۾ شايع ڪيو.




**ٽيلڪرون** (وقت ڏيکارڻ جو جديد گهڙيال): سائنسدانن هڪ اهڙي وقت ڏيکارڻ واري گهڙيال تي تحقيقات مڪمل ڪئي آهي، جنهن ۾ ڪڏهن به وقت ملائڻ جي ضرورت ڪا نه ٿيندي. باوجود ان جي، جو اهو هميشه هلندو رهندو ۽ قيمت ۾ ايترو ته سهانگو هوندو، جو هر هڪ ان کي خريد


ٽيليڪرون

ڪري سگهندو. ساڳئي وقت ان سان ڏيکاريل وقت ايترو ته درست هوندو، جو اهو اٽائي (Atomic) گهڙيال جو مقابلو ڪري سگهندو. ان ڪان سواءِ هي گهڙيال ريڊيائي دست اندازيءَ ڪان آجو هوندو آهي.

هن گهڙيال جو بنياد انهيءَ ڳالهه تي آهي ته هر هڪ سيڪنڊ ڪان پوءِ ڪلاڪ، منٽ ۽ سيڪنڊ جي باري ۾ اطلاع ، ڏڪي واري نشان (Pulse Code) جي شڪل ۾ موجوده ريڊيو يا ٽيليوزن ٽرانسميٽر مان نشر ڪري سگهجي ٿو.

انهن ڏڪي وارين نشانين کي اهڙي گهڙيال جي مدد سان (جيڪي عام واهپي جي شين وانگر ناهي سگهجن ٿا) بدلائي (Decode) ۽ نڪسي ٽيوب (Nixie Tube)، يا پاڻياٺي پلم (Liquid Crystal) جي مدد سان انگي صورت (Digital) ۾ آڻبو آهي. جڏهن اهڙو گهڙيال چالو ڪبو ته اهڙو ئي صحيح وقت ڏيکاريندو، جهڙو ريڊيو ۽ ٽيليفون ٽرانسميٽر تان نشر ڪيو ويندو. اهي نشريات هر سيڪنڊ يا وڌ ۾ وڌ ٻن سيڪنڊن جي وٿيءَ تي ٿينديون. لڳاتار هلڻ جي حالت ۾ اهو گهڙيال ريڊيائي دست اندازيءَ ڪان آجو رهندو. پر جيڪڏهن تمام گهڻي دست اندازي جي ڪري گهڙيال وقت ڏيکارڻ بند ڪندو ته به جڏهن وري اهو ڪم شروع ڪندو ته ان مهل جو صحيح وقت ڏيکاريندو. اهڙو گهڙيال عام گهرو بجلي يا بيٽريءَ تي به هلائي سگهجي ٿو اهو ريڊيائي يا ٽيليويزن وانگر ساڪٽ يا وري چرنڊڙ ڦرنڊڙ (جهڙو گاڏين ۾ هوندو آهي) تي سگهي ٿو.

جيتوڻيڪ انهيءَ گهڙيال جي جوڙجڪ معياري، پر سستن اليڪٽرونڪ پرزن سان ڪئي ويئي آهي، پر ان جي صلاحيت بهترين گهڙيالن ڪان گهٽائي دفعا وڌيڪ آهي. ان ۾ وقت ملائڻ جي ڪڏهن به ضرورت ڪانه پوندي.

هي ريڊيائي بنياد تي ڪم ڪندڙ گهڙيال، ايترن سالن جي جدوجهد ڪانپوءِ تيار ٿيو آهي جو اهو ٽيڪنيڪي ۽ معاشي اعتبار سان عام ٿي سگهي ٿو.

**ٽيلو**: مٿانهين جاءِ، دڙو. جيئن ته تخت به مٿانهين جاءِ تي هوندو آهي، ته جيئن بادشاهه جي شخصيت سڀ ڪان مٿانهين ڏسڻ ۾ اچي، ان ڪري مٿانهين جاءِ کي "تخت" جي مفهوم ۾ آندائون. (ٽيلي ڌڻي= تخت جو ڌڻي، يعني بادشاهه).

**ٽيليپيٿي** (Telepathy): هن علم کي مشرقي ٻولين ۾ "مِسمئريزم" به چيو ويندو آهي، جنهن جو مفهوم "ماڻهوءَ جي پنهنجن خيالن کي ٻين جي دماغ ۾ منتقل ڪرڻ جو "خفيه علم يا عمل" آهي. هيءُ علم گهڻي عرصي ڪان عمل هيٺ آهي، پر سائنسدان اِن تي يقين نه ٿا رکن. ڪي سائنسدان پنهنجي ذاتي تجربي جي آڌار تي اِن کي تسليم به ڪن ٿا. هن موضوع تي سڀ ڪان اعليٰ لٽريچر ڊاڪٽر رائس جي تصنيف آهي. ڊاڪٽر موصوف جو خيال آهي ته خيالن کي منتقل ڪرڻ جي طاقت تقريباً هر ماڻهو کي مليل آهي. هن پنهنجي سمورين دعوائن کي پنهنجي عمل ذريعي ثابت ڪيو آهي. ٽيلي پيٿيءَ متعلق سڀ ڪان پهرين مسٽر سيجوڪ 1871ع ۾ تجربا


ٽيليپيٿي

ڪيا هئا. هن علم جي باري ۾ هاڻ به مطالعو ۽ تحقيق جاري آهي. سر ڊبليو ڪروڪس هن علم جي وضاحت ڪندي چيو ته "لهرن جي هڪ سلسلي جي بدولت هڪ انسان، ٻئي انسان تائين پنهنجا خيال پهچائي سگهي ٿو". هن قسم جي مجتا هندن ۾ به ملي ٿي.

**ٽيليفون** (Telephone): ڪنهن وسيلي جي ذريعي آواز کي پري تائين پهچائڻ لاءِ استعمال ٿيندڙ اوزار، جيڪو عام طور هڪ برقي سرڪٽ ۾ موجود تارن جي ذريعي ڪم ڪري ٿو. ان کي ٽيليفون چئجي ٿو. موجوده

ٽيليفون اليگزينڊر گراهم بيل جو ايجاد ڪيل هڪ اوزار آهي، جنهن کي 1879ع ۾ متعارف ڪرايو ويو. هن آلي/ اوزار ۾ آواز جي لهرن جي موافقت ۾ بدلجندڙ شدت ۽ فريڪوئنسي رکندڙ برقي لهر پيدا ڪئي ويندي هئي، اها برقي لهر تارن مان ٿيندي، اهڙي ئي هڪ ٻئي آلي تائين پهچندي هئي، انهيءَ جي اثر هيٺ ڏايا فرام نالي هڪ پردو چرپر ۾ ايندو هو ته آواز ٻڌڻ ۾ ايندو هو. پهريائين ٽيلي فون ايڪسچينج ۾ انهن کي پاڻ ۾ ملائڻ لاءِ برقي ميڪاني طريقا استعمال ٿيندا هئا. هاڻي ان جي جاءِ تي نهايت ترقي يافته ڊجيٽل سوئچنگ سسٽم کان فائدو حاصل ڪيو پيو وڃي.

ٽيليفون جون تارون، ڪليل لائين، ڪيٽرين ئي لائنن تي مشتمل شيهي ۾ ويڙهيل ڪيبل ۽ ڪوايڪسيل (Coxial) ڪيبل ۽ فائبر آپٽڪ تي مشتمل هجن ٿيون. انهن منجهان ڪوايڪسل ۽ فائبر آپٽڪ گهڻو ڪري زمين جي اندر وڇايون وڃن ٿيون. پهريائين ٽيليفون جي وچ ۾ رابطو فقط تارن وسيلي ٿيندو هو. هاڻي اهو ڪم ريڊيو ۽ مائيڪرو ويو ٽرانسميشن کان ورتو وڃي ٿو. مائيڪرو ويو ٽرانسميشن جي ڪري، پري پري جي انٽرڪانٽينينٽل فاصلن



ٽيليفون

تي موجود ماڻهو به پاڻ ۾ ڳالهائي سگهن ٿا. موبائيل فون، هيئين سطح جي ننڍن حلقن کي هڪ اعتبار جوڳي فون سان ماڻهن سان متعارف ڪرايو آهي. مائيڪرو اليڪٽرانڪس ۽ ڊجيٽل اليڪٽرانڪس جي وسيلي ٽيليفون ۾ ڪيلڪيوليٽر، ڪلاڪ، ڪئميرا ۽ آواز جي رڪارڊنگ ڪرڻ ممڪن بڻيو آهي.

انٽرنيٽ وسيلي روايتي فون استعمال ڪرڻ بنا به ڏگهن فاصلن تي موجود ماڻهو هڪٻئي سان ڳالهائي سگهن ٿا. ان مقصد لاءِ ڪمپيوٽر پنهنجي ڊجيٽل مواد کي موڊيم (Modem) جي ذريعي برقي وهڪ ۾ بدلجندڙ تارن جي ذريعي پري پري وارن فاصلن تائين پهچائي ڇڏي ٿو. اتي ٻئي ڪمپيوٽر تي موجود موڊيم انهن کي ٻيهر ڊجيٽل سگنلز ۾ بدلائي ٿو ۽ ائين ڪمپيوٽر پاڻ ۾ ڳنڍيجي وڃن ٿا.

**ٽيليگرافي**: برقي ڪرنٽ سان هلندڙ هڪ سادو اوزار آهي، جنهن جي استعمال سان تار وسيلي ٻن مختلف هنڌن جي وچ ۾ پيغام رساني ٿئي ٿي. انهيءَ جا مختلف قسم ٿين ٿا، جن مان سادي ۾ سادي نموني لاءِ هڪ بئٽريءَ کي تار وسيلي ٽئپنگ ڪيءَ (Tapping Key) سان ڳنڍيجي ٿو، جنهن مان پيغام موڪلجي ٿو. ٻئي طرف هڪ سيٽيءَ (Buzzer) سان ڳانڍاپو ٿئي ٿو. اِن طرح ٽيليگرافيءَ ذريعي مختلف هنڌن تي پيغامن موڪلڻ ۽ حاصل ڪرڻ لاءِ ٽيليگراف جو چار وڇايل هوندو آهي، ليڪن


ٽيليگرافي

اهي فقط اهڙا ماهر ئي سمجهي سگهن ٿا، جن کي بين الاقوامي "مورس ڪوڊ" جي ڄاڻ هجي.

هن نظام ۾ بجليءَ ذريعي هڪ جاءِ کان ٻيءَ جاءِ تائين پيغام پهچايو ويندو آهي. برقي وهڪري کي لڳاتار بند ۽ جاري ڪري سگهجي ٿو، هن کي کولڻ ۽ بند ڪرڻ جا نشان وقفن جي ذريعي مقرر ڪيا ويندا آهن. 1836ع ۾ چارلس ويسپٽول ۽ ان جي ساٿين، جن ۾ ڪڪ جو نالو قابل ذڪر آهي، هڪ سوئيءَ جو نظام جاري ڪيو ان ۾ صرف پيغام موڪليو ويندو هو. يعني ٻنهي طرفان پيغام ڏيڻ لاءِ تار جا ٻه سلسلا قائم ڪرڻا پوندا هئا. ان کان پوءِ ٻي سوئيءَ جو آغاز ٿيو جنهن ۾ هڪ ئي وهڪري تي اچڻ وڃڻ جو سلسلو قائم ٿيو. 1866ع ۾ هڪ اوزار ايجاد ٿيو جيڪو پاڻمرادو پيغام تحرير ڪندو هو ان سان گڏ ئي نشانين جو ۽ اشارن جو هڪ ضابطو مقرر ٿيو، جنهن جو موجد مورس نالي هڪ سائنسدان هو بحري تار، جنهن کي ڪيبل چوندا آهن، سڀ کان پهرين ڊوور ۽ فرانس جي وچ ۾ لڳائي وئي. اهڙيءَ طرح مارڪوني جو بنا تار جي پيغام رسانيءَ جو برقي سلسلو به پهرين فرانس ۽ انگلنڊ جي وچ ۾ قائم ڪيو ويو.

**ٽيلي مواصلات**: اوائل کان وٺي انهيءَ ڳالهه جي ضرورت پوندي رهي آهي ته ڪهڙيءَ طرح پري کان پري مفاصلي تائين ٿوري وقت ۾ پيغام پهچائجي. اوڻيهين صديءَ کان اسان کي برقي مقناطيس جي طبعي اصولن جي ڄاڻ ملي ٿي. انهيءَ اصول مطابق روشنيءَ ۽ ريڊيائي لهرون ساڳيءَ نوعيت جون ٿين ٿيون، جنهن ۾ برقي ۽ چقمقي ميدان هڪٻئي تي عمودي ٿين ٿا. انهن جي حرڪت جي رفتار به ساڳي آهي: يعني 3x10m/s جي رفتار سان خلا مان اُهي لهرون حرڪت ڪن ٿيون. اِئين دنيا جي چوڌاري پيغام رسائڻ لاءِ انسان ريڊيائي لهرن جو راز سکي ورتو. ائين ريڊيائي لهرن وسيلي آواز ۽ تصويرن کي پيدا ڪري هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ ڏانهن موڪلڻ سان واسطو رکندڙ سائنس کي ٽيلي مواصلات (Telecommunication) چئبو آهي.

**ٽيلي ميٽري** (Telemetery): ٽيلي ميٽري ڪميونيڪيشن، رابطي جو هڪ خودڪار عمل آهي. هن ۾ پري پري يا پهچ کان ٻاهر هنڌن تي موجود اوزارن سان انگ اکر وٺي، ان کي ماپ، مانيٽرنگ، نمائش يا رڪارڊنگ جي لاءِ لاڳاپيل اوزارن تائين پهچايو وڃي ٿو. اهو رابطو تار جي ذريعي به ٿئي ٿو، پر گهڻو ڪري ريڊيائي لهرون استعمال ٿين ٿيون. هي طريقو گهڻو ڪري آئل پائيپ لائين جي نگراني، بحري مطالعي ۽ موسمياتي مشاهدن جي لاءِ استعمال ڪيو وڃي ٿو. هن طريقي جي شروعات 1960ع واري

ڏاڪي ۾ مصنوعي سيارن تان ايندڙ معلومات کي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش سان ٿي ۽ تڏهن کان هن جي ڪارڪردگي ۾ لاڳو ٿيندڙ دائري ۾ واڌارو ٿيندو پيو وڃي. ان جو صنعتي استعمال ڪيترن ئي هنڌن تي ٿئي ٿو. مثال طور، ڪم دوران اندران تمام گهڻين گرم مشينن ۽ اسٽيم ٽربائن جي فعال حصن جي ڪارڪردگيءَ بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ اهو ئي طريقو استعمال ڪيو وڃي ٿو. بنا پائليٽ جي جهاز اڏائڻ ۾ پڻ هن ٽيڪنالاجي جو وڏو هٿ آهي. انتهائي تابڪار ماحول ۾ مختلف ڪمن جي سرانجام ڏيڻ جو گهڻو تڻو ڪم هن نظام وسيلي ٿئي ٿو.

**ٽيليويزن:** هن سان برقي حرڪت ذريعي تصوير ۽ آواز کي گڏ ٻڌڻ ۽ ڏسڻ مراد آهي. هن ۾ ڪنهن شخص يا شيءِ سان منعڪس ڪيل روشني، پهرين برقي حرڪت ۾ تبديل ڪئي ويندي آهي، پوءِ وري هن برقي حرڪت کي هڪ جاءِ کان ٻيءَ جاءِ تي پهچائڻ جو انتظام ڪيو ويندو آهي. آخر ۾ برقي حرڪت، روشنيءَ ۾ تبديل ڪئي ويندي آهي ته جيئن هن مان هڪ ڏسي سگهجندڙ تصوير ٺهي وڃي. ٽيليويزن جي تڪميل 1873ع ۾ هن انڪشاف کان پوءِ ٿي ته سيلينم تي روشني پوڻ سان اُن جي برقي مواصليت تبديل ٿي ويندي آهي. شروع شروع ۾ سيلينم جا خانا استعمال ڪيا ويا. پر اطمينان جوڳو نتيجو برقيائي ٽيوب (Electronic Tube) فوٽو ٽيوب (Photo Tube) جي ايجاد ٿيڻ کان پوءِ حاصل ٿيو. 1897ع ۾ سر جي. جي. ٿامن برقي ٽيوب جي ماهيت دريافت ڪئي. 1905ع ۾ آئن اسٽائن فوٽو ڪيميڪل افيڪٽ (Photo Chemical effect) جي نظريي کي تڪميل تائين پهچايو. 1906ع ۾ لي دي فاريسٽ فلائي ٽيوب ٺاهي. ائين 1930ع کان 1940ع تائين ٽيلي ويزن جو ساز ۽ سامان تجربي گاهه ۾




تڪميل تي پهتو ۽ ٻي عالمي جنگ ۾ ٽيليويزن بازار ۾ پهتي. ٽي ويءَ جو بنيادي اصول اهو آهي ته ايندڙ تصوير کي ننڍن ننڍن ذرن ۾ ورهائي پهچايو وڃي. ٽيليويزن تجارتي پيماني تي 1953ع ۾ شروع ٿي. ان جي ڪئميرا لاڳاپيل منظر کي سرخ، سبز يا بلو رنگ ۾ تقسيم ڪندي آهي. ٽئي رنگ الڳ الڳ وصول ڪندڙ اوزار ۾ پهچندا آهن، جتي اهي هڪ خاص تصويري نليءَ تي گڏ ٿيندا آهن ۽ اڪ جو پورو رنگين منظر ڪاري ۽ اڇي رنگ ۾ ڏيکاري ڏيندو آهي. ٽيليويزن جي ايجاد ۾ ڪيترن ئي سائنسدانن جو حصو آهي، پر ان جي ڪاميابي اسڪاٽ لئنڊ جي هڪ انجنيئر جان بيئرڊ جي هٿان ٿي. 30 سيپٽمبر 1929ع تي بي. بي. سي دنيا جو پهريون ٽيليويزن پروگرام پيش ڪيو ان ۾ بيئرڊ جيءَ جو طريقو اختيار ڪيو ويو هو. رنگين ٽيليويزن 20 صديءَ جي وچ ۾ ايجاد ٿي. پاڪستان ۾ سڀ کان پهرين ٽيليويزن اسٽيشن 1964ع ۾ لاهور ۾ ڪم شروع ڪيو ان کان پوءِ ڍاڪا، ڪراچي، راولپنڊي، اسلام آباد، پشاور ۽ ڪوئيٽا اسٽيشنون قائم ڪيون ويون. 1977ع جي شروع ۾ رنگين پروگرام پيش ڪيا ويا.

**ٽيم:** هي انگريزي ٻوليءَ جو لفظ (Team) آهي، جنهن جو مفهوم آهي جماعت. جنهن جي گڏجي ڪيل ڪم کي "ٽيم ورڪ" چئبو آهي. ٽيم رانديگرن، سماجي ڪم ڪندڙن توڙي رضاڪارانہ ڪم ڪرڻ وارن جي بہ ٿيندي آهي.

**ٽين:** هڪ قسم جو ڌاتو جيڪو ڪاٽين مان ڪوٽي ڪڍبو آهي. هن ڌاتوءَ جو نالو انگريزي ٻوليءَ مان ورتل آهي. هي ڌاتو تمام گهڻو لچڪدار ۽ نرم هوندو آهي. نج ڌاتوءَ جي صورت ۾ بہ لڀندو آهي، پر گهڻو ڪري ٻين ڌاتن سان مليل هوندو آهي. صاف ٽين معدني پيداوار طور اڇو چمڪندڙ هوندو آهي. نرم ڌاتو هجڻ ڪري ان مان پڙچ، دٻا، لئمپ وغيره ٺاهيا ويندا آهن. هيءَ ڌاتو گهڻو ڪري ملايا، انڊونيشيا، نائجيريا ۽ بوليويا ملڪن جي ڪاٽين مان لڀندو آهي.




**ٽي ناٽڪ (ڪتاب):** هي ناٽڪن تي مشتمل ڪتاب منگهراج گرناڻيءَ جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز جي 112 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 50 روپيا آهي ۽ ان جو پهريون ڇاپو 1997ع ۾ دهليءَ مان ڇپجي پڌرو ٿيو. هن ڪتاب ۾ هيٺيان ٽي ناٽڪ شامل آهن: (1) "...۽ نيٺ"، (2) "صرف ڪي اهڃاڻ" ۽ (3) "لڏارام ٽڏارام".

منگهراج گرناڻي، آل انڊيا ريڊيو دهليءَ تي ملازم رهيو آهي. هن جي ناٽڪن جا ٻہ ٻيا مجموعا "ماڳ اٽئي منٽ جو" ۽ "ڊانس سڊراما" (ٻيلي) ۽ "مونکان ناٽڪ نہ ٿيندو" پڻ ڇپيل آهن. هن ڪتاب جو مهاڳ ليکڪ خود لکيو آهي.




**ٽين اڪ (ڪتاب):** هي طارق قريشيءَ جو ڪتاب آهي، جيڪو 16 ڪهاڻين تي مشتمل آهي. طارق قريشيءَ جي ڪهاڻين ۾ لوئر مڊل ۽ هيٺين ڪلاس جي ماڻهن جي مسئلن جي نشاندهي ٿيل آهي. 174 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب پهرين نومبر 1996ع ۾ سچائي اشاعت گهر دڙي پاران ڇپرايو ويو. ڊيمي سائيز جي هن ڪچي جلد جي رنگين ڪتاب جي قيمت 70 رپيا آهي.

**ٽين دنيا:** ٽينءَ دنيا ۾ اهي سمورا ملڪ اچي وڃن ٿا، جيڪي صنعتي اعتبار کان انتهائي پٺتي پيل ۽ انهن ملڪن جي عوام جي في فرد آمدني انتهائي گهٽ آهي. اهڙن ملڪن جو تعداد 114 آهي. اهي ملڪ گهڻو ڪري

آفريڪا ۽ ايشيا ۾ واقع آهن. 1984ع ۾ دولتمند ملڪن (جن جي آبادي، دنيا جي ڪل آباديءَ جو صرف 19 سيڪڙو آهي) دنيا جي صنعتي پيداوار جو 56 فيصد پيدا ڪيو.

**ٽينڊر:** ڪو ڪم هٿ ۾ ڪٽندڙ يا ٺيڪيدار طرفان آڇ جو ڪاغذ. هيءُ انگريزي ٻوليءَ جو لفظ (Tender) آهي، جيڪو ڪنهن ڪم جي آڇ کي قبولڻ لاءِ ڀريو ويندو آهي. ٽينڊر جي قبوليت ۾ ڪم جي نوعيت ۽ اگهه پار سڀ ڄاڻايل هوندا آهن.

**ٽينس:** بال ۽ رئڪيٽ سان کيڏڻ واري هڪ قسم جي راند. هن جو آغاز فرانس ۾ ٿيو. انگلستان ۾ چوڏهينءَ صديءَ جي لڳ ڀڳ پهتي، هيءَ راند گاهه واري لَسيل يا تراشيل ميدان، يا وري پوريءَ ريت لَسي ميدان ۾ کيڏي ويندي آهي، جن ٻنهي قسمن جي ميدانن کي "ڪورٽ" (Court) سڏين ٿا. ٽينس ڪورٽ ۾ باقاعدي لائنون رکيون وينديون آهن. بال رٻڙ جو ۽ اندران



ڪوکلو هوندو آهي. اُن جو قطر 5، 2 انچ ۽ وزن ٻه آؤنس هوندو آهي. ٽينس راند جي بال کي سنڌيءَ ۾ "ست ڪلو بال" چوندا آهن. هيءَ راند ٻن رانديگرن جي وچ ۾ (سنگلز) ۽ رانديگرن جي ٻن جوڙن جي وچ ۾ (ڊبلز) کيڏي ويندي آهي. جيڪڏهن سنگلز راند هجي ته ٻاهرين ٻن لائينن کي خارج ڪيو ويندو آهي ۽ اندروني لائنن سان ميدان جي حد بندي ڪئي ويندي آهي. اهو فيصلو ڪيئن ٿئي ته پهرين سروس ڪير ڪري ۽ ڪهڙو رانديگر ميدان جي ڪهڙي هنڌ بيهي ان لاءِ رئڪيٽ کي ڦيرايو ويندو آهي. هن راند ۾ جار جي بلندي سري کان 3 فوٽ 7 انچ ۽ وچ ۾ 3 فوٽ هوندي آهي. ٻه دفعا سروس ڪئي ويندي آهي. هڪ دفعو بال کي رئڪيٽ سان ڏڪ هڻي جار جي مدمقابل ساڄي مستطيل ۾ وجهڻ جي ڪوشش ڪبي آهي. جيڪڏهن بال اتي نه پهچي سگهي ته وري سروس ٿيندي آهي؛ ٻيهر به نه پهچي سگهي ته سروس ڪندڙ هڪ پوائنٽ هارائي ويندو آهي. نمبرن جي ڳڻپ هن طريقي سان ڪئي ويندي آهي ته پهرين پوائنٽ جي حيثيت 15 ڳڻي ويندي آهي. ٻي پوائنٽ جي 20 ٽين ٽن پوائنٽ جي 40 ۽ چوٿين پوائنٽ کٽي راند ختم ڪئي ويندي آهي.

**ٽين سنڌي ادبي ڪانفرنس شڪارپور:** ٽين سنڌي ادبي ڪانفرنس شڪارپور 16 اپريل 1932ع ۾ شڪارپور ۾ ڪوٺائي وئي. هن ڪانفرنس جي استقباليه ڪميٽيءَ جو چيئرمين مرزا غلام مصطفيٰ (رٽائرڊ ڊپٽي ڪليڪٽر) ۽ سيڪريٽري آغا غلام نبي صوفي هئا. ڪانفرنس جي صدارت ڇيلمل پرسرام گلراجاڻيءَ ڪئي هئي. ان ڪانفرنس ۾ جيڪي مکيه ٺهراءُ پاس ڪيا ويا هئا، تن ۾ هڪ ٺهراءُ اهو به هو ته بلوچستان ۾ سنڌي اسڪول کوليا وڃن. هن ڪانفرنس ۾ ڪيترن شاعرن ۽ اديبن شرڪت ڪئي هئي، جن ۾ لاڙڪاڻي مان ميان غلام عباس 'جوش'، 'جان محمد صوفي 'گلشن'، ڪشنچند بيوس، پروفيسر رام پنجواڻي، يارمحمد صديقي 'مشتاق'، واحد بخش 'عاشق'، عبدالوهاب 'ناظر' ۽ حاجي محمود شريڪ ٿيا هئا.

**ٽين صدي هجري:** ٽين صدي هجريءَ جي آخري دور جا ٻه امتيازي پهلو، جيڪي گهڻي ڌيان لائق آهن. سي هي آهن ته هن ئي دور ۾ اسلامي عقيدن تي هندي (سنڌي) ۾ پهريون ڪتاب لکيو ويو. جيتوڻيڪ سنڌيءَ جي لکت جي ابتدا اُن کان گهڻو اڳاتو ٿي چڪي هئي. عقيدن جو مذڪوره سنڌي ڪتاب عراقي نسل جي ڪنهن سنڌي عالم ڪشمير جي هڪ هندو راجا لاءِ منصوره جي حاڪم عبدالله بن عمر هباريءَ جي فرمائش تي لکيو هو ساڳئي عالم ساڳئي هندو راجا جي گهر تي قرآن شريف جو منظوم هندي (سنڌي) ترجمو ڪيو هو جو قرآن شريف جو ڪنهن ٻوليءَ ۾ پهريون ترجمو شمار ٿئي ٿو.

هن دور جو ٻيو اهم پهلو هيءُ هو ته منصوره جي ساڳئي حڪمران جي وقت ۾ سنڌ ۾ اسماعيلي عقيدي جي تبليغ به شروع ٿي. جيتوڻيڪ هي عقيدو سال 141هجري/ 757ع کان ئي سنڌ ۾ پهچي چڪو هو پر 270هه/ 883ع ۾ عبدالله بن عمر هباريءَ جي دور ۾ اسماعيلي فرقي جي يمني شاخ جي سربراهه منصور يمنيءَ طرفان سندس سؤٽ کي پهريون دفعو اسماعيلي عقيدن جو 'داعي' مقرر ڪري سنڌ ۾ موڪليو ويو.

**ٽي ننڍا ناول (ڪتاب):** هي ڪتاب هند سنڌ جي ناميارو ليکڪ ۽ اسڪالر ڊاڪٽر موتيلال جوتواڻيءَ جو لکيل آهي. هن مجموعي ۾ ٽي ننڍا ناول (1) اهي رشتا ناتا، (2) پيلي بتيءَ تي ۽ (3) ڪوٽ شامل آهن. هونئن ته ڪيترائي ننڍا ناول ڇپيا آهن، پر ٽي ناول هڪ ئي مجموعي ۾ پهريون پيرو ڇپيا آهن. هنن ٽنهي ناولن ۾ هڪ قسم جو اندروني لاڳاپو آهي، ان ڪري هيءَ ڪتاب سنڌي ناولن جي پهرين ٽرائلاجي آهي، اهڙي هڪ ٽرائلاجي سنڌي ٻرڪ ليکڪ سراج ميمڻ جي "سي رنگ سانول" بعد ۾ ڇپجي پڌري ٿي. ڊاڪٽر موتيلال جوتواڻيءَ جي هن ٽرائلاجي جو پهريون ناول "اهي رشتا ناتا" جو مدن لال زندگيءَ کان ڪٽيل هوندي به ان سان گڏيل آهي، هو وڏي شهر جي دٻاءُ سبب پاڻ کي سوچ جي لحاظ کان عليحدگي پسند سڏي ٿو پر روايت جي سطح تي هو پنهنجي آسپاس جي زندگيءَ کان منڪر نه آهي. هن ننڍي ناول جو پهريون ڇاپو 1982ع ۾ شايع ٿيو. ٻئي ننڍي ناول "پيلي بتيءَ تي" جو مک ڪردار منوهر لال هڪ شام جو دير سان گهر موٽي، ڪاڏو ڪائي ٻاهر نڪري وڃي ٿو ۽ اڌ رات تائين الائي ڪٿي گهمندو وتي ٿو، اهو ڏسي سندس زال کي محسوس ٿئي ٿو ته ائين سالن اندر ئي سندس شادي شده زندگي جي روشني جهڪي ٿي رهي آهي. پر پوءِ منوهر لال روشنيءَ جي راهه تي موٽي اچي ٿو هن ننڍي ناول جو پهريون ڇاپو 1974ع ۾ شايع ٿيو. ٽئين ننڍي ناول "ڪوٽ" ۾ مشرق ۽ مغرب هڪٻئي جي دوبدو بيٺا آهن، ان ۾ موهن لال پارٽي ويچار هيٺ عورت جي آزاديءَ واري جدوجهد تي نظر ثاني ڪري ٿو ناول جي هيروئن "ليدا" پنهنجي مڙس کان



ڊار ٿيڻ بعد ڀھريون ڀيرو محسوس ڪري ٿي تہ گھر ۾ سندس ننڍو پٽ آھي، جنھن لاءِ ڊيان جي ضرورت آھي. ان ڪري اسان جو ڪو بہ فيصلو پنھنجي رشتن جي ڊيان ڪرڻ ڪان سواءِ ٿيندو تہ زندگي ۾ بي انتظامي پيدا ٿي ويندي. "ناول ڪوٺ" جو ڀھريون ڇاپو 1985ع ۾ پڌرو ٿيو. ھنن ٽنھي ناولن جي ڪردارن، مدن لال، منوھر لال ۽ موھن لال جي زندگيءَ جي چوويھن ڪلاڪن جي نمائندگي ٿيل آھي. ھي ٽئي ناول واقعي جا ٽي پڙاءَ آھن، جن ۾ انساني زندگي جون ٽي حالتون انساني رشتن جي حوالي خوبصورتيءَ سان چٽيل آھن. ھيءَ ڪتاب (ٽي ننڍا ناول) ڊيمي سائيز جي 136 صفحن تي مشتمل آھي، سپمرڪ پرڪاشن نيشن دھليءَ مان مارچ 2006ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. جنھن جي قيمت 100 رپيا آھي.

**ٽيوب لائيٽ:** ھي ھڪ سنھي شيشي جي نلڪي آھي، جنھن جي ٻنھي پاسن ڪان فلامينٽ لڳل ھوندا آھن. نلڪي مان ھوا خارج ڪري خال (Vacuum) پيدا ڪيو ويندو آھي. نلڪي ۾ ٿوري انداز ۾ پارو (Mercury) ھوندو آھي. شيشي جي اندرئين تھ تي ھڪ خاص قسم جو پائوڊر استعمال



ڪيو ويندو آھي، جنھن جي ذريعي روشنيءَ جو رنگ حاصل ٿئي ٿو. مختلف پائوڊرن جو استعمال مختلف رنگ پيدا ڪندو آھي. انھيءَ پائوڊر کي فاسفورس (Phosphorus) چوندا آھن. جڏھن خارج ٿيل الٽرا وايوليٽ (Ultra Violet) لھرون پائوڊر سان لڳنديون آھن، تہ ھڪ عمل شروع ٿيندو آھي، جنھن کي فلورسينس (Fluorescence) چئبو آھي، جنھن سبب اھي خارج ٿيل لھرون (Ultra violet waves) روشنيءَ جي ترورن ۾ تبديل ٿي ٻاھر روشني پيدا ڪنديون آھن. انھن لھرن جي مختلف ڊيگھہ مختلف رنگن جو سبب ٿئي ٿي. مثال طور: جيڪڏھن، شيشي جي نلڪي کي اندران پائوڊر يا فاسفر (ZincSilicate) جو تھ لڳائبو تہ خارج ٿيل لھرن جي ڊيگھہ '25A' ٿيندي ۽ روشنيءَ جو رنگ سائو ظاھر ٿيندو. ھاڻي جيڪڏھن ھڪ ٻئي فاسفر Barium oxide جو تہ لڳائبو تہ روشنيءَ جو رنگ اڇو ظاھر ٿيندو. اھڙي رنگ جو ٽيوب عام استعمال ۾ ايندو آھي. اھڙيءَ طرح ٽيوب جي اندران مختلف پائوڊرن جو تھ لڳائڻ سان مختلف رنگ پيدا ٿين ٿا.

**ٽيوب ويل:** زير زمين پاڻيءَ واري پوڪ لاءِ استعمال ڪرڻ جو ھڪڙو ذريعو کوھ تي نار چاڙھي پاڻي مٿي پھچائڻ آھي، پر ان ۾ پاڻي ٿوري انداز ۾ حاصل ٿئي ٿو. بجليءَ جي اچڻ کان پوءِ زمين ۾ برمو ھڻي، بجليءَ جي موٽر ذريعي پاڻي چاڙھڻ جو ھيو جديد ذريعو بڻيو. ھن ذريعي ۾ پاڻي تمام گھڻو ملي ٿو نہ فقط زرعي ضرورت لاءِ ٽيوب ويل استعمال ۾ آيو پر پوءِ زير زمين لوڻ واري سم جي پاڻي چاڙھڻ لاءِ بہ ٽيوب ويل ڪم اچڻ لڳو. ٽيوب ويل انگريزيءَ جي ٻن لفظن جو مجموعو آھي: 'ٽيوب' معنيٰ پائپ ۽



ٽيوب ويل

'ويل' معنيٰ کوھہ. جنھن جي معنيٰ ٿي پائپ وارو کوھہ. ٽيوب ويل جي سائنسي مطالعي بابت وڌيڪ معلومات لاءِ ڏسو: "آبپاشي".

**ٽيون ڪتاب** (اھنجن لفظن جي معنيٰ) (ڪتاب): ھن ڪتاب جو ليکڪ ھريسنگھہ ڊنگومل آھي، جنھن سال 1888ع ۾ ھيءُ ڪتاب لکيو ۽ ليٿو ڇاپي واري اسلاميہ پريس لاھور، مان ڇپائي پڌرو ڪيو ان وقت قيمت ھڪ آنو ڇاٿايل آھي. ڪتاب ۾ 40 صفحا آھن. ھن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو سال 1889ع ۾ آمريڪن مشن پريس لڌيانہ مان ڇپيو. 44 صفحن واري ھن ڇاپي جي قيمت بہ ھڪ آنو ڇاٿايل آھي.

**ٽيوهہ مارچ:** ٽيوهہ مارچ ڪي ملڪي تاريخ ۾ تمام گھڻي اھميت حاصل آھي. ان ڏينھن ننڍي کنڊ جي مسلمانن جي ھڪ فيصلي سان تقدير بدلجي وئي، جو تہ 23 مارچ 1940ع تي لاھور ۾ ڪل ھند مسلم ليگ جي ايڪويھين عام اجلاس ۾ مسلمانن پنھنجي سياسي مستقبل جو فيصلو ڪيو ھو. ان ڏينھن آزاد مملڪت جي مطالبي جو اظھار "قرارداد پاڪستان" جي روپ ۾ پيش ڪيو ويو ۽ آزادي جي جدوجھد آخري مرحلي ۾ داخل ٿي. انھيءَ ٺھراءَ جي پس منظر ۾ گھڻائي واقعا بيان ڪري سگھجن ٿا پر انھن سڀني ۾ ظاھري طور اثرائتو سبب اھو ھو تہ مسلمانن کي پنھنجي ديني روايتن تي صحيح نموني عمل ڪرڻ لاءِ جدا وطن جي ضرورت محسوس ٿي ۽ ھنن مطالبو ڪيو تہ ھندستان ۾ جن علائقن ۾ مسلمانن جي اڪثريت آھي، اتي ڪين خودمختيار حڪومت جو حق ڏنو وڃي، ان ڏس ۾ ان وقت جي اقتصادي پرماريت ۽ معاشي بدحالي جي سببن کي بہ نظرانداز ڪري نہ ٿو سگھجي.

برطانوي ھندستان ھڪ طرف جاگرافيائي طور مختلف حصن ۾ ورھايل ملڪ ھو تہ ٻئي طرف ھتي جيڪو عالم آباد ھو، سو تاريخي پسمنظر، عقيدن، رسم و رواج ۽ تھذيب ۽ تمدن جي روايتن موجب گھڻين ئي قومن ۾ ورھايل ھو. برصغير ۾ ٻہ وڏيون قومون آباد ھيون. ھڪ قديم قوم ھئي، جيڪا اونچ نيچ، سماجي قدرن، وھمن ۽ وسوسن ۽ ڏند ڪٿائي تمدني ورثي جي مالڪ ھئي ۽ ان فلسفي کي پڪيڙڻ ۽ رواج ۾ آڻڻ لاءِ ڪوشش ڪري رھي ھئي. ٻئي پاسي مسلمان ھئا، جيڪي سندن پيٽ ۾ ھڪ شاندار تمدن ۽ آفاقي مذھب جا پوئلڳ ھئا. منجھن نسلي فخر، اوچ نيچ جو تصور، پرماريت ۽ استبداد جو ڪو قدر اھميت نہ رکندو ھو بس ھڪڙي ئي الله جي بندگي، رسول اڪرم صلي الله عليہ وسلم جي اطاعت ۽ نيڪي جي دعوت سندن زندگيءَ جو مقصد ھو. ظاھر آھي تہ اھڙا ٻہ جدا جدا ۽ ٻاڇ ۾ ھڪ ئي وقت ۽ ھڪ ئي ملڪي انتظام ھيٺ فروغ حاصل ڪري نہ ٿي سگھيا. ان ڪري مسلمانن جي

عليحدگي جي خيال. آڳاٽي وقت کان ئي ڪوششون ورتيون. مسلم مفڪرن سان گڏوگڏ ڪن برطانوي سياستدانن. هندو اڳواڻن ۽ پائدار اجتماعي مفادن جي نظريي جي مبلغن. ان وقت جي حڪمرانن کي وقت بہ وقت صلاح مشورو ٿي ڏنو تہ ملڪ جي هندو- مسلم مسئلي جو آئيني حل ٻنهي وڏين قومن جي عليحدگيءَ ۾ ئي لڪل آهي.

تحريڪ آزاديءَ جي سلسلي ۾ مسلمانن جي هلچل جو آغاز بالاڪوٽ واري لڙائي (1831ع) سان ٿيو ۽ 1857ع وارو ٽڪراءُ ۽ آزاديءَ جي تڙپ واري باھ ڀڙڪي پئي. ان کان پوءِ ايڪڙ ٻيڪڙ اهڙا ٻيا بہ حادثا رونما ٿيا. پر هٿياربند تصادم مان مسلمانن کي ڪو فائدو نہ رسيو.

اهڙي عالم ۾ ڪن نيڪ ماڻهن معاشرتي اصلاح ۽ تحفظ دين جو ڪم هٿ ۾ ڪنيو. جنهن جي نتيجي ۾ هڪ طرف مسلمانن جي ديني آزادي ختم ٿيڻ کان بچي وئي، انهيءَ ڪم جي ابتدا شاھ ولي الله دهلويءَ ڪئي. ٻئي طرف وقت جي رفتار سان همقدم هلڻ دشمن کي سندس ئي حربن جي ذريعي زير ڪرڻ ۽ قومي بيداريءَ جي لهر کي متحرڪ ۽ فعال رکڻ جو ڪم سر سيد احمد خان پنهنجي ذمي ڪنيو. جديد تعليم ۽ معاشرتي قدرن جي ناقدانہ تجزيي ۽ مسلم سماجي سٽاءَ ۾ انهن تي عمل ڪرڻ جي راھ ۾ سر سيد احمد خان کي گهڻيون ئي تڪليفون سهڻيون پيون.

اسان جي عالمن ۽ سالڪ درويشن بہ زماني جي رمز کي پروڙيو. قوم ڪاروان آزاديءَ طرف وڌندي رهي، سياسي طور مسلم ليگ جي نالي سان هڪ هندستان سطح تي جماعت ٺاهي وئي ۽ سماجي اصلاح ۽ فلاح خاطر 'مُجمع محمدي' ۽ 'مسلم تعليمي ڪانفرنس' قائم ڪيون ويون. جن جا اجلاس ملڪ جي مختلف شهرن ۾ ڪوٺائي سياسي ۽ سماجي سجاڳي جي جذبن کي اڀاريو ويو. جڏهن قومن ۾ آزادي، ثقافت ۽ تهذيب جي حفاظت ۾ تمدني اصلاح جو جذبو جاڳي ٿو تہ هر فرد جو قدم اڳتي ئي وڌندو رهندو آهي. سنڌ ۾ انهن تحريڪن جلد پذيرائي ماڻي، ملڪ ۾ سياسي سجاڳي ۾ واڌارو آيو. جيئن علم پکڙجندو رهيو. طباعت ۽ اشاعت جون سهولتون عام ٿيڻ لڳيون تہ مسلمانن کي پنهنجي ماضيءَ جي ڪمزورين، فقهي اختلافن ۽ اڳاٽن حاڪمن جي غلطين جي ازالي جي فڪر اچي سوگهو ڪيو. مناظرن ۽ منافرت جي ٻين طريقن سببان هتان جي سماجي سٽاءَ ۾ خطرناڪ ڏار پئجي ويا هئا، عقيدن ۽ مسلڪن جي اختلافن ماڻهن کي منجهائي وڌو. ملڪي انتظام ۾ آڱرين تي ڳڻڻ جيترا ماڻهو مسلمان هئا. واپار تي قبضو ۽ سماجي زندگيءَ تي غلبو غيرن جو ٿي ويو. هي ظاهري ناڪامي جو ٿيون دور هو، جيڪو شدت ۽ اثر ۾ نهايت خطرناڪ هو. پر عزم ۽ استقلال جي لازوال جذبي، انهيءَ ڀيانڪ وچ سير مان اسان کي بچائي ورتو.

قائداعظم محمد علي جناح فوري طور مسلمانن کي گڏ ڪرڻ ۾ مصروف ٿي ويو. هو پنهنجي ديانت ۽ امانت سببان اڳ ئي مڃيل اڳواڻ هو. هن پنهنجي سياسي سمجهہ ۽ فڪر کي عمل ۾ آڻي مسلمانن ۾ اتحاد پيدا ڪرڻ جون ڪوششون ڪيون. حڪومت هند جي ايڪٽ 1935ع هيٺ، 1937ع ۾ سڄي ملڪ ۾ عام چونڊون ٿيون ۽ اهڙي طرح ملڪ ۾ نئين سياسي جاڳرتا ۽ خودشناسيءَ جو جذبو پروان چڙهيو. ظاهري طور هنن چونڊن ۾ مسلمانن کي بحيثيت هڪ قوم، ڪو سياسي فائدو تہ حاصل نہ ٿيو پر سجاڳيءَ جي جيڪا لهر هلي چڪي هئي، ان جو اثر سڄي ملڪ ۾ نمايان هو. ڪانگريس يارهن مان ستن صوبن ۾ پنهنجي حڪومت ٺاهڻ ۾ ڪامياب ٿي. بنگال ۽ پنجاب جا اڳواڻ قائد اعظم جي قيادت کي تسليم ڪرڻ لاءِ تيار نہ هئا ۽ سرحد ۾ ڪانگريسي مسلمان اقتدار ۾ هئا. باقي سنڌ صوبو هو. جيڪو غير يقيني مستقبل ڏانهن قدم وڌائي رهيو هو. ملڪ گير سياسي هلچل جي انهيءَ دور ۾ مسلم مطالبي جي اهميت ۽ تقويت خاطر، علامہ اقبال مثبت ۽ اثرائتو ڪارنامو سرانجام ڏنو. هن قائداعظم ڏانهن تاريخي نوعيت وارا سياسي بصيرت افروز خط لکيا. جن ۾ مسلمانن جي ديني، تهذيبي ۽ تمدني عروج ۽ زوال جو داستان بيان ڪرڻ سان گڏوگڏ مسلمانن جي صحيح نصب العين ۽ اسلام جي حقيقي تعليم تي عمل ڪرڻ جو جامع ۽ قابل عمل پروگرام ڄاڻايل هو. سر محمد اقبال لکيو تہ برصغير جي مسلمانن جي مستقبل ۽ خود اسلام جي بقا لاءِ ضروري آهي تہ هتي هڪ مسلم مملڪت قائم ڪئي وڃي، جتي اسلامي روايتن تي عمل ٿي سگهي ۽ دين جي مفهوم کي عالمگير سطح تي نافذ ڪري سگهجي. ڪيس پختو يقين هو تہ 'مسلم هند' نہ فقط ڏکڻ ايشيا جي مسلمانن جي نشاط ثانيہ لاءِ فعال ڪردار ادا ڪندي پر وچ اوڀر وارن مسلم ملڪن جي تقويت ۽ نصرت جو پڻ وسيلو ثابت ٿيندي.



23 مارچ اجلاس ڪانپوءِ ورتل گروپ فوٽو

انهيءَ تاريخ ساز خطبي جو فوري نتيجو. سنڌ صوبائي مسلم ليگ جو آڪٽوبر 1938ع وارو اجلاس هو. جيڪو قائد اعظم جي صدارت هيٺ ڪراچيءَ ۾ ٿيو ۽ جنهن ۾ هڪ جامع ٺهراءَ جي ذريعي مسلمانن جي لاءِ هڪ جدا وطن جو مطالبو پيش ڪيو ويو. ڪانگريسي اقتدار هيٺ آيل ستن صوبن ۾ مسلمانن تي جيڪي سماجي ۽ ثقافتي زيادتيون ڪيون پئي ويون، انهن جي خلاف سخت احتجاج بلند ڪيو ويو ۽ حڪمران طبقي ۽ غير مسلم اڪثريت کي چتاءُ ڏنو ويو تہ جيڪڏهن هنن رواداري ۽ ڀل مانسائيءَ جو مظاهرو نہ ڪيو تہ مسلمان بہ بدلي وٺڻ لاءِ ميدان ۾ ٽپي پوندا.

هيءُ اجلاس هو تہ صوبائي مسلم ليگ جو پر ان ۾ سڄي ملڪ جي مسلم اڳواڻن شرڪت ڪئي، جنهن سببان ان جا مضمرات قومي سطح جا ثابت ٿيا. آڪٽوبر 1938ع ۾ قائداعظم، ڪن قومي اڳواڻن سان گڏجي سکر، لاڙڪاڻي، جيڪب آباد ۽ نوابشاھ جو دورو ڪري، سنڌ اسيمبليءَ ۾ مسلمان ميمبرن وچ ۾ اتحاد کي زور وٺائڻ جي ڪوشش ڪئي. اهڙي طرح سر سلطان محمد آغا خان مرحوم ۽ ٻين برک مسلمان اڳواڻن پنهنجي پنهنجي دائره اثر ۾ انهيءَ مطالبي جي اهميت ۽ ضرورت جو پرچار ڪيو. حاجي سر عبدالله هارون عام جلسن، خطن ۽ قاصدن ذريعي ان جي وسيع پيماني تي تشهير ڪئي، جنهن جي نتيجي ۾ ڏکڻ ايشيا جي مسلمانن جي ذهن ۾ هڪ جدا ۽ آزاد وطن جو تصور، روشن تصوير جي روپ ۾ نشانبر ٿي ويو تان جو قائد اعظم ان وقت جي پنجاب سرڪار جي مخالفت جي باوجود لاهور ۾ 21، 22، 23 ۽ 24 مارچ تي مسلم ليگ جو عام اجلاس طلب ڪيو هيءُ اجلاس مسلمانن جي سياسي

قسمت لاءِ فيصلائتو ثابت ٿيو. هندوستان جي ڪنڊ ڪڙڇ مان پوڙها، جوان، ٻار ۽ عورتون ان ۾ شامل ٿيا. لاهور جي شاهي قلعي ۽ شاهي مسجد جي پر ۾ واقع هڪ وسيع ميدان ۾ مسلمانن جو وڏو اجتماع ٿيو. ڏورانهن علائقن کان آيل ماڻهن جي ترسڻ لاءِ لڳايل سفيد خيمن ۽ رنگ برنگي تنبن ۽ الله اڪبر جي فلڪ شگاف نعرن جي گونج ۾ قائداعظم پنهنجو صدارتي خطبو پڙهيو. پاڪستان جي ٺهراءَ جو مسودو بنگال جي وڏي وزير مولوي ابوالقاسم فضل الحق تيار ڪيو هو ۽ هن ئي ان کي اجلاس ۾ پيش ڪيو. جنهن جي تائيد سيني صوبن جي هڪ هڪ اڳواڻ ڪئي. اها ڏڪڻ ايشيا جي مسلمانن جي هڪ وڏي آئيني فتح هئي.

بادشاهي مسجد جي بلند قامت مينارن تان صداءِ الله اڪبر بلند ٿيندي رهي ۽ ميداني علائقن جي پنجن دريائن جو پاڻي سمنڊ جي نذر ٿيندو رهيو پر انهيءَ سان گڏ قائداعظم جي بي مثال رهنمائيءَ ۾ مسلمانن جو سياسي قافلو منزل مراد ماڻڻ خاطر اڳتي وڌندو رهيو، تان جو 14 آگسٽ 1947ع تي پاڪستان قائم ٿيو. جنهن جي قيام لاءِ لکين مردن، عورتن ۽ ٻارن پنهنجون قربانيون ڏنيون.

**ٽيويهين سنڌي ادبي ڪانفرنس (لاڙڪاڻو):** ٽيويهين سنڌي ادبي ڪانفرنس 3 ۽ 4 ڊسمبر 1973ع تي جناح باغ لاڙڪاڻي ۾ ٿي: صدارت سيد غلام مصطفيٰ شاهه (وائيس چانسلر سنڌ يونيورسٽي) ۽ مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ ڪئي. استقباليه ڪميٽيءَ جو چيئرمئن محمد علي جوهر هو. ڪانفرنس جو افتتاح عبدالوحيد ڪٽپر، ان وقت جي وزير صحت ڪيو. ڪانفرنس ۾ ڪافي شاعر موجود هئا، جن ۾ عبدالوحيد ڪٽپر، مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ، حافظ ضياءَ الحق اسلم، علي محمد خالدي، جهامنداس عاشق، قطب الدين تاب، لقمان حڪيم، سيد فيروز شاهه اظهر سيوهاڻي، ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل، عطا محمد حامي، فيض بخشاپوري، علي بخش جمالي، استاد هادي بخش جتوئي، قلندربخش بدوي، آغا گل حسن گل، غازي الدين نشتر ناٿن شاهي، تنوير عباسي، نياز همايوني ۽ ٻيا ڪيترائي ناميارا اديب ۽ شاعر موجود هئا.

**ٽيهہ اکري:** هيءَ نظم جي هڪ صنف آهي. ”ٽيهہ اکري“ مان مراد اهو نظم، جيڪو عربي ”الف- بي“ جي اکرن مطابق سلسليوار چيل هجي. عربي ’الف- ب‘ جا اصولي اکر جملي اٺاويهہ (28) آهن. جن جو سلسلو اڳاٽي وقت کان وٺي، هن طرح قائم ٿيل آهي: الف، ب، ت، ث، ج، ح، خ، د، ذ، ر، ز، س، ش، ص، ض، ط، ظ، ع، غ، ف، ق، ڪ، ل، م، ن، و، هہ، ي- البت ٻارن کي همزه الف (ء) توڙي ’لام‘ ۽ ’الف‘ جي گڏيل صورت ”لا“ کي سيکارڻ خاطر استادن، انهن کي پڻ جدا اکرن جي صورت ۾ ’هہ‘ کان پوءِ داخل ڪيو. جنهنڪري ”الف- ب“ جي ٽيهن اکرن وارو ڳاڻيٽو توڙي انهن جو هڪجهڙو پويان سلسلو عام رائج ٿي ويو انهن ٽيهن اکرن جي سلسلي مطابق جوڙيل نظام کي فارسيءَ جي لحاظ سان ”سي حرفي“ ۽ خالص سنڌي اصطلاح موجب ”ٽيهہ اکري“ چيو ويو ظاهر آهي تہ سنڌي نظم جي هيءَ ”سي حرفي“ يا ”ٽيهہ اکري“ علمي ماحول ۾ اُسري. عربي ”الف- ب“ جي ٽيهن اکرن ۽ انهن جي سلسلي جي ڄاڻ انهن کي هئي، جي خود پاڻ مڪتب ۾ ويٺا، يا جيڪي ڄاڻن کان پڇي ’الف- ب‘ جي سلسلي کان واقف ٿيا. عربي توڙي فارسي ”باب نامن“ ذريعي، الف ۽ الف سان شروع ٿيندڙ لفظن: ب ۽ ب سان شروع ٿيندڙ لفظن: ۽ اهڙيءَ طرح باقي اکرن ۽ انهن سان شروع ٿيندڙ لفظن اچارڻ جي مشق سان ’تجنيس حرفي‘ جي پڻ مشق ٿيندي رهي، جا صنف ٽيهہ اکريءَ جو ڪارڻ بني. ’تجنيس حرفي‘ جي هن دلپذير مشق، جي هرهڪ اکر بعد ان ساڳئي اکر سان شروع ٿيندڙ لفظ ملائي نظم جا بند جوڙين، اهڙيءَ طرح ٽيهن ئي اکرن پويان ملايل نظم جي ٽيهن بندن يا بيتن کي ”سي حرفي“ سڏيو ويو.

سنڌي اساسي ادب ۾ ”ٽيهہ اکري“ نظم جو سلسلو اڄ کان گهٽ ۾ گهٽ اڍائي ٽي سؤ سال اڳ شروع ٿيو. جيئن تہ هيءَ صنف علمي ماحول ۾ اسري، انهيءَ ڪري اڪثر ٽيهہ اکريون قلمبند ٿيون ۽ قلمي توڙي ڇاپي نسخن ذريعي محفوظ ٿيون. نج سنڌي بيتن جي نهج تي چيل اڳاٽي ۾ اڳاٽي ٽيهہ اکري شاهه عبداللطيف ڀٽائي (وفات 1165هہ/ 1989ع) جي ”رامڪلي“ سُر ۾ چيل آهي. ٻي اڳاٽي ٽيهہ اکري ميين عيسىٰ جي آهي، جا هن غالباً 1163هہ بعد جوڙي. اها ٽيهہ اکري يڪي قافيي اٺڻ سان ڏگهن بندن جي صورت ۾ چيل آهي. ان کان پوءِ واري دور ۾ شاعرن گهڻو ڪري ٽيهہ اکريون چيون ۽ قلمبند ڪيون آهن.

ٽيهہ اکري ۾ گهڻو ڪري مدحون لکيون ويون آهن. سنڌ جي فارسي گوشاعرن لا تعداد سہ حرفيون مولا علي عليہ السلام جي شان ۾ چيون آهن، جن ۾ ميرزا مراد علي بيگ سائل جي فارسي سہ حرفي تمام ناياب آهي ۽ سنڌي ۾ عروضي شاعري ۾ مير حسن علي خان ٽالپر ۽ ميرزا قاسم علي بيگ جون سہ حرفيون لاجواب آهن.

**ٽيهہ اکري[2] (ڪتاب):** هن نالي سان هڪ ڪتاب ميان عبدالله ۽ سيد هارون جو لکيل آهي، جنهن جي قيمت 8 آنا ڄاڻايل آهي. قاضي ابراهيم، هريبا لنگوس پريس، بمبئي مان، سال 1874ع ۾ ڇپايو.

**ٽيهہ اکري[3] (ڪتاب):** هن نالي سان ٻيو ڪتاب عيسىٰ ميين هالاڻيءَ جو لکيل آهي. ڊبل ڪرائون سائيزواري هن ڪتاب ۾ 122 صفحا آهن ۽ هن ڪتاب کي حافظ رڪن الدين، فيض سبحاني مطبع، ڪوٽڙيءَ مان شايع ڪرايو.

**ٽيهہ اکريون (ڪتاب):** هيءَ ڪتاب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو سهيڙيل آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 509 صفحا آهن ۽ قيمت ڇهہ رپيا رکيل آهي. ڇاپو ڇپرايون سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد مان سال 1960ع ۾ ڇپايو. ساڳئي ڪتاب جو ٻيو ڀاڱو پڻ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو جوڙيل آهي. ڊيمي سائيز واري هن ڪتاب ۾ 481 صفحا آهن. ڇاپو ڇپرايون سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد سال 1960ع ۾ ڇپايو.

**ٽيهہ اکري ۽ مداحون (ڪتاب):** هيءَ ڪتاب حڪيم شاهه محمد جتوئي صوفيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 8 صفحا آهن ۽ قيمت چار آنا رکيل آهي. ڇاپو ڇپرايون، ليڪ ٽلها آرٽ پريس، دادوءَ مان سال 1958ع ۾ ڇپايو.

**ٽيئڙ تپ** (Ephemoral Fever): هي ڳَئن جي وچڙندڙ وائرس جي بيماري آهي جيڪا گهڻن ملڪن ۾ ننڍين مکين ذريعي پکڙبي آهي.

ماڻهن کي بہ ٽيئڙ تپ ٿيندو آهي، هر ٽئين ڏينهن بخار ٿيندو آهي.

**نشانيون:** تيز بخار، سستي، نڪ مان پاڻي وهڻ، ٻڪ نہ لڳڻ، ٽنگن ۾ سور، چڪ ۽ منڊ ڪاٽڻ ٿيندو آهي. بيمار جانور ويهي رهندو آهي. کير پاڻيءَ جهڙو ٿي ويندو آهي ۽ ان ۾ ڪجهہ رت بہ نظر ايندو آهي. ننڍن جانورن جي نسبت وڏن جانورن ۾ هيءَ بيماري وڌيڪ ٿيندي آهي. هن بيماري ۾ موت گهٽ ٿيندو آهي ۽ گهڻيون ڳئون ڪجهہ ڏينهن بيمار رهي ٺيڪ ٿي وينديون آهن.

**علاج ۽ بچاءُ:** هن بيماري جو موثر علاج نہ آهي پر بخار ۽ سور گهٽائڻ واريون دوائون استعمال ڪرڻ سان جانور کي آرام ملندو آهي. ڊاڪٽر جي هدايت موجب جانورن کي ٽڪا لڳرائجن.

# ٺ

**ٺاٽ:** ڪنهن بہ راڳ ۾ سمورن سُرن جي بندش يا ترتيب جو نالو ٺاٽ آهي. سُرن جي تعداد ۽ ان جي آلاپڻ واري طريقي کي انهيءَ راڳ جو 'ٺاٽ' چوندا آهن. ٺاٽ، ستن سُرن جي ترتيب جو نالو آهي، انهن ئي ستن سُرن مان هزارين راڳ ۽ راڳڻيون نڪرن ٿيون. اُهي سُر هي آهن: سا، ري، گا، ما، پا، ڌا، ني، يعني کرج، رکب، گنڌار، مڌم، پنچم، ڌيوت ۽ نکاد. کرج ۽ پنچم اچل ٿين يعني اهي تبديل نہ ٿيندا آهن. باقي سر تيور ۽ ڪومل ۾ تبديل ٿين. اهڙيءَ طرح کرج- رکب تيور. رکب ڪومل. گنڌار تيور.گنڌار ڪومل. مڌم تيور، مڌم ڪومل – پنچم- ڌيوت تيور – ڌيوت ڪومل- نکاد تيور- نکاد ڪومل. اهڙيءَ طرح اهي ڪل 12 سُر ٿين، جن مان مختلف راڳڻيون ۽ راڳ ٺهن ٿا. کرج ۽ پنچم کان سواءِ ڪنهن بہ سُر کي ترتيب سان بدلائبو تہ ٺاٽ بدلجي ويندو. بلاول ٺاٽ جا سر هي آهن. کرج-شڌ رکب- شڌ گنڌار. شڌ مڌم- پنچم- سڌڌيوت ۽ شڌ نکاد- پرجي مٿين ترتيب ۾ رکو هڪ سُر نکاد ڪومل کبو ۽ باقي سر ساڳيا رکبا تہ کماج ٺاٽ ٺهي پوندو. جيڪڏهن راڳ ۾ سپتڪ جا ست سُر لڳندا هجن تہ راڳ کي "سمپورڻ" چوندا آهن. جيڪڏهن 6 سُر لڳندا هجن تہ "کاڊو" راڳ چئبو ۽ جيڪڏهن 5 سُر لڳندا تہ ان کي "اوڊو" راڳ چوندا. پنجن سُرن کان گهٽ سرن جو راڳ نہ ٿيندو آهي. راڳن جي جديد تقسيم لاءِ ڏکڻ هندستان جي پنڊت ونڪٽيشور، رياضيءَ جي اصول جي مدد سان 72 بنيادي ٺاٽ مقرر ڪيا. انهن 72 ٺاٽن مان ڪل چوٽيهه هزار اٺ سئو اٺيتاليهه راڳ ٺهي سگهن ٿا. ان کان پوءِ پنڊت پَوِيٽ اُتر هندستان جي راڳن کي انهيءَ انداز سان ٺاٽن ۾ ورهڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ ويهہ ضروري ٺاٽ چونڊيا. اڄ ڪلهہ ﮬن سَوَن کان وڌيڪ راڳ مروج نہ آهن. انهيءَ ڪري پنڊت وشنو نارائڻ ڀاتکنڊيءَ سُرن جي تعداد ۽ ان جي ادائگيءَ جي لحاظ کان، راڳن ۽ راڳڻين کي ڏهن ٺاٽن ۾ ورهيو آهي، جيڪي معياري ورڇ مطابق هيٺين نالن سان عام مشهور آهن: ڪلياڻ ٺاٽ، ماروا ٺاٽ، بلاول ٺاٽ، کماج ٺاٽ، پوربي ٺاٽ، ڀيروي ٺاٽ، آساوري ٺاٽ، ڪافي ٺاٽ، ڀيرو يا ڀيرون ٺاٽ ۽ توڙي ٺاٽ.

**ٺاٺارا:** هڪ ذات جو نالو اهو بالو ٺاٺارڪي پيشي جي ڪري پيو آهي. خيرپور رياست ۾ ٺاٺارڪي ڪم جا اعليٰ ڪاريگر هوندا هئا، جيڪي لقمان ۾ رهندا هئا. اُهي ٽامي، پتل، جست ۽ ڪنجهي وغيره مان هر قسم جا ٿانو ٺاهي سگهندا هئا. ٺاٺارا سڄيءَ سنڌ ۾ موجود آهن.

**ٺاٺارو:** ڌاتوءَ مان ٿانوَ ٺاهيندڙ ڪاريگر، عام خيال اهو آهي تہ ٺاٺارو ٿانوَ ٺاهڻ وقت متڪي سان "ٺاٺا" جو آواز ڪيندو آهي، ان ڪري بہ "ٺاٺا" ڪندڙ کي "ٺاٺارو" چيو ويو اهو جڻ تہ فطري سجاڳ واري ذات ۽ نالو بنجي ويو. گذريل دور ۾ ٺاٺاري کي "ڪسيرو" بہ چوندا هئا، انهيءَ ڪري جو ان وقت ٿانءَ ٽامي مان ٺهندا هئا، خاص ڪري ديڳڙا، ديڳڙيون وغيره. ٽامي جي ٿانون کي ڪَسُ چڙهندي آهي، انهيءَ ڪري "ڪس واري ڌاتوءَ" سان واهپي سبب ٺاٺارن کي "ڪسيرو" بہ چوندا آهن.

**ٺانرائي:** تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: 'ٺالهو جوٽيجو'، 'ڏينو چانگ'، 'ٺانرائي'، 'محڪم سنگهہ'، 'مريد آباد'، 'گل حسن' ۽ 'ڏيئو سنگهہ'.

**ٺانو:** ڇپر يا ڪنهن اڏاوت جو ڍانچو جنهن کي نظر ۾ رکي اڏاوت کي اڳتي هلائبو آهي. هيءَ لفظ اڳ ۾ سادين اڏاوتن لاءِ استعمال ۾ ايندو هو جيئن ڇپر وغيره جون پهريان ڪاٺ جو ن لڪڙيون ٻڌبيون هيون تہ ان کي ڪکن سان ڍڪڻ کان اڳ واري حالت کي ٺانو چوندا هئا. اڄ بہ لانڍين جي ابتدائي ڍانچي کي "ٺانو" چون ٿا.

**ٺانو مَلهڻ:** ضلعي گهوٽڪيءَ ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: 'فقير ملهڻ'، 'جادو ملهڻ'، 'واليڏنو ملهڻ'، 'ربن ملهڻ'، 'سانوڻ ملهڻ'، 'عبدالڪريم ملهڻ'، 'حاجي قمرالدين'، 'حاجي محمد صديق'، 'ماڪوڙو ملهڻ'، 'حاجي ڪالو ڇجڻ' ۽ 'قادر ملهڻ'.

**ٺاپي:** ڪنڀارڪي ڪم جي هڪ پَٽي جيڪا مٽي سان گول هوندي آهي، جنهن سان آڊو ڪن (اڌ سڪل) ٿانوَن کي پنهنجي مرضيءَ مطابق ٺپي ٺاهبو آهي. (وڌيڪ ڏسو: ٺپڻي)

**ٺاراٽي:** جَت، سنڌ جي وڏي سماٽ ذات آهن، جنهن جا سوين پاڙا آهن، انهن مان هڪ پاڙي جو نالو "ٺاراٽي" آهي. هنن جو پيشو ساڳيو جتن جهڙو آهي. ٺاراٽي پاڙي جو وڏو ٺارو خان جت هو جنهن جي نسبت سان سندس اولاد پاڻ کي ٺاراٽي چوائي ٿو.

**ٺاراٽي**[2]: ٽالپر بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ ٺاراٽي آهي.

**ٺاراٽي**[3]: هندن جي هڪ ذات جو پڻ نالو ٺاراٽي آهي، جيڪي اوڏئو ٺاري مل جو اولاد آهن.

**ٺارو انڙ:** ضلعي نوابشاهہ تعلقي سڪرنڊ ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: 'مشائخ'، 'ڪوٽ غلام احمد'، 'لونگ ڪوسو'، 'اولياء آباد'، 'ماستر محمد جانو'، 'مشائخ اسٽاپ' ۽ 'ڪوٽ اسدالله'.

**ٺارواٽي:** ڪرمتين جي مهيري قبيلي ۽ مرگهر قبيلي جو هڪ پاڙو.

**ٺارو ٽڪري:** هي آمري ڪلچر واري دور جو ماڳ ڪراچيءَ کان اٽڪل چوراسي ڪلوميٽر اوڀر طرف ڪراچي ٺٽي روڊ تي، گجو جي ڳوٺ کان بہ ڪلو ميٽر ڏکڻ اولهہ طرف شيخ ترابي جي تربت کان ڏکڻ اوڀر طرف ضلعي ٺٽي ۾ موجود آهي. هي ماڳ ٽڪريءَ تي آهي،اوچائي 11 ميٽرڪن ٿيندي. ماڳ ۾ اسلامي دور جون اڏاوتون ۽ ڏاکڻي پاسي تاريخ کان اڳ جا آثار ملن ٿا. مجمدار ۽ پگٽ صاحبن کي کوٽائيءَ مان آمري دور جا ٿانو لڌا هئا.

**ٺارو، خدمتگار:** سن 1135هـ/1722ع ۾ مياں نور محمد ۽ دائود پوٽن جو ڪنهن جاگير جي مسئلي تي جهڳڙو ٿيو. ان وقت ميان نور محمد پنهنجي پاران ٺارو خدمتگار شاهي حضور ۾ وڪيل ڪري موڪليو هو، جيڪو هڪ اعليٰ سطح جو عملدار هو.

**ٺارو شاهہ:** ضلعي نوابشاهہ (هاڻوڪي بينظير آباد) جو هڪ قديم شهر آهي. هيءُ شهر سنڌو درياهہ مان نڪرندڙ قديم 'نولکي واهہ' جي ڪنڌيءَ تي آباد آهي. قديم دؤر ۾ نولکو واهہ مکيہ واپاري پتڻ هو. انهيءَ پراڻي نولکي واهہ جا ڦٽل آثار هن وقت بہ هاءِ اسڪول ٺارو شاهہ جي اتر ايرندي ڪنڊ تي ظاهر ڏسڻ ۾ اچن ٿا. هيءُ شهر ساهتي پرڳڻي ۾ تعليم جي لحاظ کان وڏي اهميت جو حامل رهيو آهي. هن شهر جي ڀرپاسي ۾ ڪنڊيارو، دربيلو، ابجي، ملياٽي، ڀريا ۽ نوشهرو فيروز نالي شهر آباد آهن.

ٺاروشاهہ شهر 1792ع ۾ ٻڌايو ويو. هن ايراضيءَ ۾ ڀهريائين ٺارو شاهہ نالي هڪ سيد اچي پنهنجو گهر اڏايو پوءِ هيءُ ڳوٺ ٿيو. جيڪو پوءِ وڏي شهر

ٿيو. تنهنڪري ان جي ئي نالي پٺيان هي شهر "ٺارو شاهه" سڏجي ٿو. انگريزن جي دؤر ۾ ٺاروشاهه شهر، حيدرآباد ضلعي سان ڳنڍيل هو. اُن ئي دور ۾ هن شهر ترقي ڪئي. 1881ع ۾ هتي ميونسپالٽي قائم ڪئي وئي. اُن وقت هتي ڪوري، ميمڻ ۽ لوهاڻا آباد هئا. هن شهر جا ٽي حصا آهن: پهريون حصو



ورنيڪيولر اسڪول، ٺارو شاهه جو ڏيک

ريلوي اسٽيشن جي ويجهو آهي، جتي ٻائي وارو مندر پڻ آهي. هيءُ حصو "هري پور" جي نالي سان به سڏبو آهي. شهر جو ٻيو حصو اهو آهي، جتي ٺارنگين، سنگترن ۽ انبن جي بازار هئي. اهو حصو شهر جو اصل پراڻو علائقو آهي. گهٽيون سوڙهيون ۽ رستا تنگ آهن، البت پاڻيءَ جي نيڪال جو بهترين بندوبست ٿيل آهي. شهر جو ٽيون حصو اهو آهي، جتان مُجٽ ۽ پورٽيءَ ڏانهن رستا وڃن ٿا. هيءُ حصو "ٽئين ٽڪ" جي نالي سان سڏبو آهي. هتي هڪ هاءِ اسڪول ۽ هڪ مڊل اسڪول پڻ آهي. هيءُ شهر صنعت ۽ حرفت جي لحاظ کان پنهنجي دؤر ۾ مشهور شهر هو. هتي بافتي جو اعليٰ ۽ عمدو ڪپڙو ٺهندو هو. ان ڪانسواءِ سُٽ



ٺارو شاهه ۾ ماسٽر چندر جي گهر جو ڏيک

ڪتڻ ۽ ڏاس مان نوڙيون پڻ ٺهنديون هيون. هن وقت به هيءُ شهر پنهنجي قديم روايتن سبب مشهور آهي. هن شهر ڪيترن ئي عالمن، اديبن، شاعرن، دانشورن، تعليمي ماهرن ۽ سماجي خدمتن ۾ اڻ وسرندڙ شخصتن کي جنم ڏنو آهي. برصغير جي نامور راڳيءَ ماسٽر چندر به هن شهر ۾ جنم ورتو. جتي اجا تائين سندس گهر سلامت آهي ۽ ورهاڱي کان پوءِ لڏي آيل خانزادن جو ڪٽنب ان ۾ مقيم آهي. هن شخص ماسٽر چندر جي گهر کي هڪ يادگار طور صحيح سلامت رکيو آهي. هڪ ڀيرو ماسٽر چندر پاڻ به ڀارت مان هتي آيو هو ۽ هن گهر ۾ رهندڙ ڪٽنب سندس ڀرپور آجيان ڪئي هئي ۽ ڪيس وڏو مان ڏنو هو جنهن لاءِ هنن کي وڏو جس آهي. وقت به وقت ماسٽر چندر جا عقيدتمند جڏهن هي گهر ڏسڻ ايندا آهن، ته هي شخص سندس چڱي خاطر تواضع ڪندو آهي. ڪجهه سال اڳ سنڌي ادبي سنگت نوشهري فيروز شاخ ماسٽر چندر جي گهر ۾ "ماسٽر چندر جي ورسي" ملهائي هئي ۽ سموري گهر کي ڏيئا ٻاري سينگاريو ويو هو. ان کان پوءِ هر سال ماسٽر چندر جي ورسي ملهائي ويندي آهي.

**ٺارو شاهه**[2]: هن نالي سان تعلقي ڀريا ۾ هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: 'گنبل شاهه واهڻ'، 'ٺئين سونهري'، 'پرائيءَ جو پڙو'، 'لال موريا'، 'ميوو ڀير'، 'سليمان ڀير'، 'الهداد جانوري'، 'چٽو لنڊ'، 'عثمان ٽنيو'، 'عبدالحڪيم ڏهراج'، 'جمال الدين ڏهراج'، 'ڀائي خان'، 'ڀيرل'، 'بادل موريو'، 'عبدالخالق ڀير'، 'عظمت پنگو'، 'حسين وڳڻ'، 'ميراحمد ٽالپر' ۽ 'ڪُنوارا'.

**ٺارومل بجاج**: ٺاري مل بجاج 21 جولاءِ 1907ع تي اباوڙي ضلعي سکر (هاڻي گهوٽڪي) شهر ۾ تلسي داس بجاج جي گهر ۾ جنم ورتو. ٺارومل ننڍپڻ کان ئي هوشيار شاگرد هو. سسسستين درجي تائين هر سال امتحان ۾ پهريون نمبر ايندو هو. فائنل امتحان پاس ڪري ٽريننگ ڪاليج ۾ داخل ٿيو. اتان ڪورس مڪمل ڪري ماستري ڪيائين. ماستري دوران ست سنگ ۽ پچن پاؤ ۾ حصو وٺندو هو. ملڪ جي آزاديءَ جي هلچل ۾ به حصو ورتائين. کاڏيءَ جي سادي پوشاڪ پائيندو هو. اُباوڙي ۾ جڏهن آريا سماج تنظيم قائم ٿي ته ٺارومل ان جو سيڪريٽري قائم ٿيو ۽ وڏي چاهه سان ڪم ڪيائين. هن گرٻاڻي، رامائڻ، مهاڀارت ۽ ٻين ڌرمي ڪتابن جو ڪافي ابياس ڪيو هو. ورهاڱي کان پوءِ ٺارومل بجاج ليڪ ڀيل ڪيمپ (ڀارت) ۾ اچي رهيو هو ۽ اتي مکيءَ جو پد ماڻيائين. بعد ۾ الهاس نگر ۾ اچي رهيو. 1952ع ۾ پيمپري، پوني ۾ اچي رهيو جتي هن سماجي خدمت جا ڪم ڪيا. ڪيس ماڻهو عزت مان مکي ٺارو مل سڏيندا هئا. پوني ۾ هن جو واسطو دادا جشن واسواڻيءَ سان پيو ۽ ساڌو ٽي.ايل واسواڻيءَ کي پنهنجي گروديو مڃي صبح شام ميران پوميءَ ۾ اچي سنگتن جي حاضري ڀريندو هو. سندس شاعريءَ جا ٻه ڪتاب "سرل سلوڪ" ۽ "پياس جي پڪار" ڇپيل آهن.

**ٺارو وَڏو**: تعلقي ميري خان ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: 'شاهپور'، 'لعل بخش لغاري'، 'مير اسدالله بروهي'، 'مهرالله بروهي' ۽ 'ٺارو وڏو'. ٺارو وڏو ڳوٺ ۾ مڊل اسڪول، پوليس ٿاڻو، گئس ۽ بجليءَ جهڙيون سهوليتون موجود آهن.

**ٺاڪر**: اهي راجپوت نسل جا ماڻهو آهن جيڪي سنڌ ۾ به ڪافي تعداد ۾ رهن ٿا. چچنامي موجب اهي راجا ڏاهر جي فوج جا خاص سپاهي هئا. محمد بن قاسم کان جنگ هارائڻ کان پوءِ جڏهن راجا ڏاهر جي پٽ جيسينهه ڪيرج ۾ وڃي راجا دروهر راءِ وٽ پناهه ورتي، ته اتي دروهر راءِ جي ڀيڻ 'چڱي' جي هنيل ڪوڙي الزام ۾ دروهر راءِ جيسينهه کي مارڻ ٿي چاهيو. ان وقت جيسينهه کي راجا دروهر راءِ کان بچائڻ ۾ به ٺڪرن جو وڏو هٿ هو. چچنامي موجب انهن جا نالا تورسينهه ۽ سورسينهه هئا. اهي سومرن ۽ سمن جي فوج ۾ پڻ ملازمت ڪندا هئا. سندن عزازت سنڌ جي جاڙيجن سان هئي. ٺاڪر سنڌ ۾ 13 هين ۽ 15 هين صدي عيسوي ۾ نهايت مشهور هئا. هن وقت سنڌ ۾ راجپوت نسل جون ذاتيون 'سوڍا' ۽ 'راٺوڙ' سڏجن ٿيون. (وڌيڪ ڏسو: ٺڪر)



**ٺاڪر چاولا**: سنڌ ۽ هند جو ناميارو اديب. ٺاڪر چاولا 18 فيبروري 1931ع تي ڪراچيءَ ۾ ڄائو. سندس والد جو نالو هيرانند هو. هن جي تعليم سينيئر ڪيمبرج تائين آهي. ٺاڪر چاولا جو خاندان اصل ۾ درازن ضلعي خيرپور جو رهاڪو هو. ورهاڱي کان پوءِ 18 سالن جي عمر ۾ بمبئيءَ (ڀارت) هليو ويو. هن 1949ع ۾ ناميار ليکڪا

پارو چاولا سان شادي ڪئي. ٺاڪر چاولا کي ننڍپڻ ۾ درازا شهر ۾ 'ايمل' مائيءَ پاليو، جيڪا لاڏا ڳائيندي هئي. جيڪي ٺاڪر چاولا شوق سان ويهي ٻڌندو هو. هن کي شاهه عبداللطيف جي رسالي سان ننڍپڻ کان وٺي وڏي محبت هئي. ڀارت وڃڻ بعد ٺانيڪي ٽيڻ لاءِ 25 سال ڪيس پڪڙڪو پيو. نيٺ ممبئيءَ ۾ وڏيءَ محنت کان پوءِ واپار شروع ڪيائين. هن کي سنڌي ٻوليءَ سان وڏي محبت آهي، ان ڪري ادبي ۽ ثقافتي ميدان ۾ سدائين سرگرم رهيو آهي. سندس اصل سُڃاڻپ ڪهاڻيڪار طور آهي، پر هن مضمون ۽ ٻين صنفن تي بہ قلم آرائي ڪئي آهي. سندس ڪهاڻين جا هيٺيان ڪتاب ڇپيل آهن: 'شاديءَ جي پهرين رات' (1995)، 'اڄ جون ڪهاڻيون' (2000ع) ۽ 'سنڌي ڪهاڻيون' (2006). ٺاڪر چاولا هڪ وڏي عرصي کان روزاني 'هندستان' ۽ هفتيوار 'هند واسي' اخبارن جو اعزازي ايڊيٽر بہ رهيو آهي. 1988ع کان ماهوار 'سپون' ادبي رسالو ڪڍڻ شروع ڪيائين، جيڪو اڄ ڏينهن تائين لاڳيتو ڪڍندو اچي ٿو.

2000ع ۾ ٺاڪر چاولا کي اڌ صديءَ کان مٿي انتظار ڪرڻ کان پوءِ سنڌ جي ويزا ملي ۽ ماترڀومي گهمڻ آيو ان دوران پاڻ ۽ سندس گهرواري سنڌي لئنگئيج اٿارٽي حيدرآباد بہ گهميا هئا. هتان موٽي سنڌ جو سفرنامو لکيائين، جيڪو امرتا آنند پبليڪيشن ممبئيءَ پاران 2001ع ۾ ڇپيو. ٺاڪر چاولا ۽ سندس گهرواري پارو چاولا، ممبئي شهر ۾ 'سنڌي ثقافتي' شو ڪرائيندا رهندا آهن. هنن ممبئيءَ جي 'سيتا سنڌو ڀون' ۾ سنڌي ميوزيم پڻ قائم ڪيو آهي ۽ سنڌيت جي ترقيءَ لاءِ مسلسل جاکوڙ ڪندا رهن ٿا. ٺاڪر چاولا کي دادا جشن واسواڻيءَ طرفان سونو پلو (1999ع) ۾، ۽ نئين دهلي سنڌي اڪيڊميءَ طرفان مڃتا طور سال 2000ع جو ادبي اوارڊ بہ ملي چڪو آهي. ان کان سواءِ ٺاڪر چاولا "رائيٽرس اينڊ آرٽس ويلفيئر فائونڊيشن" ممبئيءَ جو مئنيجنگ ٽرسٽي، مهاراشٽر رياست جي سنڌي ساهتيہ اڪيڊميءَ جو ميمبر ۽ رام پنجواڻي ڪلچرل سينٽر ممبئيءَ جو ٽرسٽي ميمبر بہ آهي.

**ٺاڪرداس پاونداس تولاڻي "ٺاڪر"**: شاعر ٺاڪرداس پاونداس تولاڻي "ٺاڪر"، 20 جنوري 1928ع تي ڀلاڻي، ضلعي نوابشاهه (هاڻوڪي بينظير آباد) ۾ ڄائو هن جون ڪيترين ڪويتائون ٽڙيل پکڙيل آهن، جن مان ڪجهہ، هند سنڌ جي ادبي رسالن ۾ شايع ٿيون. ڪيترا گيت ڪمپوز ڪري ڳاتائين، جيڪي آل انڊيا ريڊيو تان نشر ٿيا. ورهاڱي کان پوءِ ڀارت لڏي ويو، پر سنڌ جي محبت اڃا بہ دل ۾ اٿس.

**ٺاڪر ڊوارو**: اُها جاءِ جتي شري رامچندر جي، يا شري ڪرشن مهراج جي مورتي رکيل هجي، ان کي "ٺاڪر دوارو" چوندا آهن.

**ٺاڪريا**: راجپوتانا کان آيل کتري، جيڪي مسلمان ٿيا، پر اڄ تائين پنهنجي پراڻي نالي "ٺاڪريا" سان سڏجن ٿا.

**ٺَٽ**: ڪنهن واهہ يا درياهہ جي ڪپ واري ننڍڙي ميدان، جتي مهاڻن جا ٽوڙا گهر هوندا آهن، ۽ اُتي هو مڇي ماريندا ۽ وڪرو ڪندا آهن ان هنڌ تي پٽڻ بہ هوندو آهي. سنڌ ۾ ڪيترائي ڳوٺ "ٺٽ" نالي سان سڏبا آهن. جهڙوڪ: ٺٽ ولي محمد، ٺٽ مالهڻو ۽ ٺٽ هوتچند وغيره. ٺٽ کان وڏي ٺٽي ٿيندي آهي.

**ٺَٽ[2]**: تعلقي نوشهري فيروز ۾ هڪ ديهہ، جيڪا ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. هن ديهہ ۾ سما دور کان ساڳئي نالي سان هڪ ڳوٺ آباد هو جيڪو سال 1901ع ۾ درياهہ پائي ويو بعد ۾ ٻي ڳوٺ- ٺٽ گهراهو، ڪيرو پنهور ۽ مياڻي ڳوٺ بہ درياهہ خورد ٿيا. هن ديهہ ۾ ٻيا هيٺيان ڳوٺ بہ آباد آهن: 'بچو ڪوڪر'، 'ڳوٺ لُراءِ'، 'عبدالله ڪهاوڙ'، 'عمر پٺاڻ'، 'مياڻي ڳوٺ' ۽ 'ٺٽ-2'.

**ٺَٽُ**: ٺٽ نالي سان ضلعي نوشهري فيروز ۾ هڪ درياهي بندر هو جيڪو 11 هين صدي عيسويءَ ۾ درياهہ جي پاڻ سبب ختم ٿي ويو.

ٺٽ نالي سان هڪ ڳوٺ تعلقي پني عاقل جي ديهہ "ڳاڙهڪو" ۾ آباد آهي، جنهن جي آبادي هزار اندر ٿيندي . هتي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ جدا جدا پرائمري اسڪول موجود آهن.

**ٺٽ (دليپوٽا، هوتچند ۽ ڳوراهو)**: پراڻي نوابشاهہ ضلعي مان جڏهن درياهہ رخ مٽايو تڏهن تعلقي نوشهري (هاڻوڪي ضلعي) ۾ 'ٺٽ' نالي سان ٽي بستيون وجود ۾ آيون: ٺٽ هوتچند، ٺٽ ڳوراهو ۽ ٺٽ دليپوٽا. هن بستيءَ جو وجود 13 صدي عيسويءَ ۾ پيو ٺٽ دليپوٽا ۽ ٺٽ هوتچند جا هندو، "ڀهراڻا" ڪٽي، درياهہ تي ايندا هئا. هندستان جي نوجوان شاعره لتا ٺهلياڻيءَ جا وڏا ٺٽ هوتچند جا رهاڪو هئا.

**ٺٽ ريتي**: تعلقي دولت پور ۾ هڪ ديهہ جو نالو جنهن ۾ ڪوهہ ڳوٺ والا ڪلهوڙا ڳوٺ، ڪشوري پور، صادق پٽو، انب جوٽيجو ۽ ڪٽياڻ پنڊ نالي ڳوٺ شامل آهن.

**ٺَٽُ مسجد**: جيڪب آباد ۾ هيءَ مسجد خان آف قلات خداداد خان اندازاً 1842ع ۾ ٺهرائي هئي ۽ جڏهن انگريزن جي حڪومت آئي تہ هيءَ مسجد فوج جي رهائشگاهہ ٽرڊ فيملي لائين جي حد ۾ شامل ٿي وئي. اڳتي هلي ٽرڊ فيملي جي نالي پٺيان ان جو نالو بدلجي "ٽرڊ" مان "ٺَٽُ" مسجد پئجي ويو. جيڪا ڏيڍ صدي گذرڻ جي باوجود صحيح ۽ سالم حالت ۾ موجود آهي ۽ شهر جي وڏين مسجدن ۾ شمار ٿئي ٿي. ان کان سواءِ شهر جي وڏين مسجدن ۾ پير بخاري مسجد، ڪبوتري مسجد ۽ سيد علي نواز شاهہ مسجدون بہ شامل آهن.

**ٺٽو**: سنڌ جي پراڻن ۽ قديم شهرن مان ٺٽو هڪ قديم، تاريخي ۽ هڪ قابل ذڪر شهر آهي. ٺٽي شهر جي قائم ٿيڻ، اُن جي تهذيب ۽ تمدن، رهڻي ڪهڻيءَ، رسم رواج، علم ادب تي تاريخي حوالن سان، ڪي قدر تحقيقي مواد سامهون آيو آهي. جن مان مير علي شير قانع، مير محمد بن جلال ٺٽوي، امير خسرو دهلوي ۽ ادراڪي بيگلاريءَ کان سواءِ پيرومل مهرچند آڏواڻي، مرزا قليچ بيگ، سيد حسام الدين راشدي، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ ڪن غيرملڪي مؤرخن، سياحن، جهڙوڪ جنرل هيگ، ميجر راورٽي، هيوز، ايٽڪن، پاٽنجر، مارڪ، منوڪي، هئملٽن ۽ ڊاڪٽر سورلي تعريف جوڳو ڪم ڪيو آهي. 1982ع ۾، مشهور بين الاقوامي آرڪيالاجسٽ ۽ مؤرخ، پروفيسر ڊاڪٽر احمد حسن دانيءَ، پنهنجي ڪتاب 'Thatta Islamic Architecture' ۾، ٺٽي جي باري ۾ بهترين تفصيل ڏنو آهي. پروفيسر دانيءَ جي هيءَ تصنيف گهٽي قدر مير علي شير قانع جي لکيل ۽ مشهور بين الاقوامي مؤرخ سيد حسام الدين راشديءَ جي تصحيح ڪيل ۽ وڌايل فارسي زبان ۾ لکيل تاريخ، 'مڪلي نامہ'، تان ورتل آهي. لفظ 'ٺٽو' ۽ ٺٽي شهر جي بنياد پوڻ واري سال متعلق بہ تاريخدانن ۾ گهڻو اختلاف آهي. هن سلسلي ۾ مرحوم مرزا قليچ بيگ جو خيال آهي تہ "لفظ ٺٽو 'ٺهہ ٺهہ' لفظ مان نڪتو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ٺهہ مٿان ٺهہ". مرزا صاحب ٻئي هنڌ لکي ٿو تہ: "ٺٽ چون ماڻهن جي گوڙ کي؛ ٺٽ چَوَن خشڪ ميدان کي؛ شايد اُنهن مان ٺٽو نالو نڪتو هجي." ميجر راورٽيءَ جي راءِ موجب "ٺٽ" اصل ۾ سنسڪرت لفظ 'تٽ' آهي، جنهن جو اُچار سنڌي زبان ۾ 'تڙ' (درياءَ جو ڪپر يا ڪنارو) ٿيو آهي؛ ان طرح 'ٺٽ' معنيٰ آهي "ڪنهن واهہ يا درياهہ وٽ ٻڌل ڳوٺ جتان پٽڻ اُڪري پار پهچجي".

پيرومل مهرچند آڏواڻي ’سنڌ جو سيلاني‘ ڪتاب ۾ لکيو آهي تہ ”هتي ڪنهن زماني ۾ مهاڻا رهندا هئا، جي مڇي مارڻ ڪان سواءِ پٽڻ بہ اُڪاريندا هئا. اُها ’ٺٽ‘، ’ٺنگر‘ نالي هڪڙي مهاڻي جي سڏبي هئي.“ پيرومل جو وڌيڪ خيال آهي تہ ”عربي ۽ فارسيءَ ۾ ’ٽ‘ ۽ ’ٺ‘ نہ هئڻ ڪري، پارسي زبان جي تاريخن ۾، ’ٺٽي‘ جي بدران ’تتہ‘ لکيل آهي.“ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکي ٿو تہ: ”ٺٽي، ٺٽ ۽ ٺٽو، اُن بستيءَ کي چوندا آهن، جيڪا درياھ جي ڪنڌيءَ يا ڪناري تي آباد ڪئي ويندي آهي“. ڊاڪٽر بلوچ صاحب ۽ مرزا قليچ بيگ صاحب جي راءِ ۾ هڪجهڙائي آهي.

ٺٽي شهر جو بنياد ڪڏهن پيو ۽ اُن جو بنياد ڪنهن وڌو؟ اُن لاءِ بہ ماهرن جي راءِ ۾ گهڻو اختلاف آهي. تاريخن ۾ عام طور ائين لکيل آهي تہ ٺٽي جو بنياد، سما گهراڻي جي حاڪم، ڄام نظام الدين (ڄام نندي) پندرهين صدي عيسويءَ ۾ وڌو. ڄام نندي جي حڪومت جو زمانو 1460ع کان 1508ع تائين ڄاڻايل آهي. ڄام نندو هڪ عالم، فاضل ۽ ديندار حاڪم هو. ڊاڪٽر بلوچ ڄام نندي کي سنڌ جو ’هارون الرشيد‘ سڏيو آهي. سندس زماني ۾ سياحن، واپارين، عالمن ۽ فاضلن کي هر طرح جون سهوليتون مليون. رعيت جي آرام ۽ آسائش لاءِ، ڄام نندي پراڻي شهر جي آثارن مٿان نئين شهر جو بنياد وڌو، جيڪو ساموئي يا سمانگر کان فقط ٽي ميل پري هڪ ڪشادي ميدان ۾ واقع هو. انهيءَ شهر ۾ 900هہ/ 1494ع، ڄام نندي پنهنجو تخت گاھ قائم ڪيو. ٺٽي شهر جي قائم ٿيڻ جي سلسلي ۾، ميجر راورٽيءَ جو خيال آهي تہ: ٺٽي جو بنياد سما گهراڻي جي ٽئين حاڪم ’ڄام بابيني‘ (ڄام ٻانيٽيي) وڌو هو. ميجر راورٽيءَ ’ڄام بابيني‘ جي تخت نشينيءَ جو سال 50-1349ع ڏنو آهي. سندس خيال موجب جڏهن سما لاڙ ۾ طاقتور ٿيڻجي چڪا هئا، تڏهن هن ئي حاڪم (ڄام بابيني)، ’ساموئيءَ‘ جي ويجهو پنهنجي تخت گاھ لاءِ نئون شهر ٻڌايو، جنهن تي ’ٺٽو‘ نالو رکيو ويو. ليڪن مختلف تاريخن جي مطالعي مان معلوم ٿو ٿئي تہ ٺٽي جو بنياد سما دور کان گهڻو اڳ پيو هو. هن سلسلي ۾ ڊاڪٽر احمد حسن داني لکيو تہ ”ٺٽي کي سومرن جي حڪومت جي آخري دور سان بہ ملائي سگهجي ٿو. هي شهر اُن وقت بہ چڱيءَ طرح آباد هو. تيرهين صدي عيسويءَ ۾ ٺٽي جو شهر پنهنجي جاھ و جلال ۽ عظمت جي ڪري ڪافي شهرت حاصل ڪري چڪو هو. جڏهن علاؤالدين خلجيءَ (1296- 1316ع)، سومرن تي حملو ڪيو ۽ سندن تخت گاھ محمد طور کي تباھ ڪيو، تہ سندس وڃڻ کان پوءِ سومرن وري ٺٽي تي قبضو ڪيو.“

ڊاڪٽر داني پنهنجي ساڳئي ڪتاب ۾ لکي ٿو تہ ”ٺٽي شهر، سومرن جي دور ۾ گهڻي ترقي ڪئي. ابن بطوطہ جيڪو 34- 1333ع ڌاري سنڌ ۾ سير لاءِ آيو هو ۽ سيوهڻ کان ٻيڙيءَ ذريعي لاهري بندر پهتو هو تنهن ٺٽي شهر جي وجود ۾ هجڻ جي باري ۾ ڪوبہ ذڪر نہ ڪيو آهي، جنهن مان ائين ٿو لڳي تہ ٺٽي جو شهر اُن زماني ۾ آباد ڪونہ هو“. ڊاڪٽر داني اڳتي لکي ٿو تہ ”ابن بطوطہ جو اهو منفي رويو مناسب نہ ٿو لڳي، ڇاڪاڻ تہ ڪيس تغلق حاڪمن جي پيٽ ۾ سما، خاندان جي باني ڄام اُنڙ جي باري ۾ پوري ڄاڻ هئي“. سيد حسام الدين راشديءَ، امير خسرو دهلويءَ (651- 725هہ/ 1253- 1324ع) جي ديوان ’تحفة الصغر‘ (671هہ) مان هڪ شعر هٿ ڪيو هو جنهن ۾ ٺٽي جو ذڪر ملي ٿو:

سروِ چُو تو اُچہ و دَر تتہ نَباشَد
گُل مِثلِ رُخِ خُوب تو، البتہ نَباشَد

[تو جهڙو قد و قامت ۾ نہ ڪو اُچ ۾ آهي ۽ نہ ئي وري ڪو ٺٽي ۾، گلن مثل تنهنجن ڳاڙهن ڳٽن جهڙو تنهنجو خوبصورت چهرو بہ اُتي نظر نہ آيو“.]

امير خسروءَ جي مذڪوره شعر مان اهو ثابت ٿو ٿئي تہ تيرهين صدي عيسويءَ ۾ هو ٺٽي بہ آيو هو ۽ اُن زماني ۾ ٺٽي جو شهر، پنهنجي شان شوڪت جي ڪري ڪافي شهرت حاصل ڪري چڪو هو. ٺٽي شهر جا سڀ کان آڳاٽا اُهڃاڻ ۽ نشان جنرل هيگ (Haig) جي ڪتاب ۾ بہ ملن ٿا. هُو، ڪننگهام جي حوالي سان ٺٽي کي ’ميناننگر‘ ٿو سڏي. هن جي لکت مان ظاهر آهي تہ: ’سڪندراعظم (328 ق.م) پٽيالا جي فتح کان پوءِ، ميناننگر جي حاڪم کي شڪست ڏني، ڪجهہ لشڪر خشڪيءَ رستي روانو ڪيو هو“. جنرل هيگ جي اِن بيان مان اهو ثابت ٿو ٿئي تہ ٺٽي جو شهر سڪندراعظم جي حملي وقت بہ موجود هو. ٺٽي شهر جي بنياد پوڻ جي باري ۾ جنرل هيگ جي راءِ ۾ يڪسانيت ڪانهي. هڪ طرف هُو ٺٽي کي ميناننگر ٿو ڪوٺي، جيڪو سڪندراعظم جي حملي وقت بہ موجود هو، تہ ٻئي طرف لکي ٿو تہ ٺٽي جو بنياد 1340ع ۾ پيو. راشدي صاحب جي راءِ موجب، امير خسرو دهلويءَ سندس مذڪوره ديوان 16 يا 19 ورهين جي عمر تائين چيل غزلن کي مرتب ڪري تيار ڪيو هو. اُن ديوان ۾ هڪ غزل اُهو بہ آهي، جنهن جي مطلع ۾ امير خسروءَ ’تتہ‘ جو قافيو ڪم آندو هو. هن غزل جي حوالي سان راشدي صاحب جي اها دعويٰ آهي تہ ”ٺٽو، سال 667هہ/1268ع- 671هہ/1272ع ۾ نہ فقط آباد ۽ معروف هو، بلڪہ ايترو بارونق ۽ متمدن شهر هو، جو شاعر اُتان جي خوبصورت گلن ۽ سروقد سهڻن جي تشبيهہ، پنهنجي محبوب جي تعريف ۾ ڪتب آندي آهي“. بهرحال ٺٽي جو اهو سمورو احوال، سومرن جي دور ۾ هن شهر جي وجود ۾ هجڻ ۽ جاھ و جلال لاءِ وڏو ثبوت آهي.


ٺٽي شهر جي مشهور جامع مسجد

سومرن جي زوال وقت سنڌ ۾ ڄامن سمن جي حڪمراني شروع ٿي. ڄام فيروزالدين انڙ 1350ع ۾ حڪمران بڻيو. ٻن سالن جي حڪومت بعد انڙ جي وفات تي علاؤالدين ڄام جوڻو ۽ سندس ڀائيٽو صدرالدين شاھ ڄام بابينو ثاني 1353ع ۾ سنڌ جا حڪمران بڻيا. ان دور ۾ محمد شاھ تغلق پنهنجي باغي غلام ’طغي‘ جي ڳولا ۾ سنڌ طرف ڪاھ ڪئي. محمد شاھ سونڊا وٽ فوت ٿي ويو. ان ريت تغلقن جو حملو ختم ٿيو. فيروز تغلق مرحوم بادشاھ جو لاش کڻائي سيوهڻ پهتو جتي لاش کي امانت طور دفن ڪري، نئون بادشاھ فيروز تغلق دهلي روانو ٿيو. 1365ع ۾ فيروز ٺٽي تي حملي آور ٿيو پر ڪيس سوڀ حاصل نہ ٿي. فيروز ٽن سالن بعد 1368ع ۾ وري سنڌ تي ڪاهي آيو. سيدن ۽ عالمن وچ ۾ پئي سمن ۽ تغلقن ۾ ٺاھ ڪرايو. ڄام بابينو ۽ ڄام تماچي کي دهلي ۾ نظربند رکيو ويو. ان سان گڏ ڄام توڳاچيءَ جي حڪومت بہ پوري ٿي. علاؤالدين ڄام جوڻو اڪيلي سر (ٻيو ڀيرو) سنڌ جو حڪمران

بنيو. هن ارڙهن سال بادشاهي ڪئي. 1388ع ۾ فيروز تغلق فوت ٿيو. ان بعد دهلي سلطنت ختم ٿيڻ شروع ٿي. دهليءَ ۾ نظربند ڄام تماچي ٺٽي پهچي، ٻيهر سنڌ جي حڪومت سنڀالي. سندس چاچي ڄام جوڻي جو دور پورو ٿيو. سنڌ جي درويشن ۽ شاعرن ڄام تماچيءَ جي آجيان ڪئي. شيخ حماد دعائيه بيت چيو:

جوڻو مَٽِ اُوٺو، ڄام تماچي آءَ،
سباجهي ٻاجهه پئي، تو سين ٺٽو راءِ!

نُوري ۽ ڄام تماچيءَ واري داستان جو سورمو به هي ئي حاڪم هو. سيد حسام الدين راشديءَ 'قصائد مطهر ڪڙهه' جو ذڪر ڪيو آهي، جيڪو 'مطهر' نالي شاعر 765هه/ 1363ع ۾ لکيو هو. هن سلطان فيروز شاهه جي مدح ۾ به قصيدا چيا هئا، جن ۾ ٺٽي جو به ذڪر موجود آهي.

ان ريت معلوم ٿئي ٿو ته ٺٽي جو شهر سمن جي حڪومت کان گهڻو اڳ، سومرن جي حڪومت جي زماني ۾ به مشهور شهر هو. انهيءَ سموري وضاحت مان هيءُ ثابت ٿئي ٿو ته ٺٽو ڄام نظام الدين جي دور حڪومت کان به سو ورهيه اڳ، نه فقط موجود هو، بلڪ ڄاهه ۽ جلال وارو شهر ۽ سنڌ جو تخت گاهه به هو. ديبل جو نالو تاريخ جي صفحن تان 658هه/ 1259ع کان پوءِ گم ٿي ويو ۽ 671هه/ 1272ع کان اڳ، ٺٽو اُن (ديبل) جو قائم مقام بڻيو هو. وچ ۾ فقط 9 يا 13 سالن جو وقفو رهيو. امير خسروءَ جي شعر مان اهو معلوم ٿو ٿئي ته جنهن زماني ۾ اهو شعر لکيو ويو هو، اُن وقت دهليءَ ۾، ٺٽي شهر ۽ اُتي جي ماڻهن جي خوبصورتيءَ جي عام واڪاڻ ۽ شهرت هئي. تنهنڪري اها ڳالهه مڃڻي پوندي (1) ٺٽو ۽ ديبل هڪ ئي وقت موجود هئا. (2) ٺٽو 1253ع/ 651هه ۾، امير خسرو جي ولادت کان به


جان بابا ترخان جو مقبرو

اڳ هڪ آباد شهر هو. (3) ٺٽو شهر اڳ ۾ موجود هو پر اُن کي اهميت ديبل شهر جي زوال کان پوءِ ترت ملي. اهوئي سبب هو جو ماڻهن جي ذهنن تان ديبل جو نالو اجهو لٿوئي نه هو ته ٺٽي جي شهرت شروع ٿي وئي، جنهنڪري ماڻهن جي زبان تي "ديبل- ٺٽو" گڏجي استعمال ٿيڻ لڳا. (4) ڄام نندي جي دور (1460ع- 1508ع) ۾ سنڌو درياءَ جي ڪلري شاخ، جنهن جي اوپر طرف ٺٽي جو شهر آباد هو سڪي وئي، تڏهن اهڙي حالت ڏسي، ڄام نندي موجوده ٺٽي شهر جي اُتر- اوپر طرف نئون شهر اڏايو هو. جيتوڻيڪ انهيءَ شهر جي آثارن جو هاڻي ڪوبه وجود ڪونهي. ڪجهه عرصي کان پوءِ، درياهه جي شاخ، ڄام نندي جي ٻڌايل شهر کان هٽي، پري وهڻ لڳي هئي. ان ڪري ڄام نندي جي اڏايل شهر جا ماڻهو ڏکڻ اوپر طرف لڏي ويا.

ارغونن ۽ ترخانن جي زماني (926هه-1520ع/ 962هه / 1555ع) ۾ به ٺٽي کي وڏي شهرت حاصل هئي. مغلن جي زماني ۾ ٺٽو وڏي اوج تي رسيل هو. شهنشاهه اڪبر جي حڪومت واري زماني ۾، مرزا جاني بيگ (حڪومت 983هه/1575ع- 1009هه/ 1600ع) سنڌ جو حاڪم هو. شهنشاهه اڪبر عبدالرحيم خان خانان کي سنڌ فتح ڪرڻ لاءِ چاڙهي موڪليو ۽ هو 1000هه/ 1592ع ۾ سنڌ تي ڪاهي آيو. ڪيترن ئي هنڌن تي لڙايون لڳيون. نيٺ ساڳئي ئي سال (1000هه/ 1592ع) مرزا جاني بيگ هارايو. جنگ جي وقت جاني بيگ سڄي


ملڪ راڄ پال بن انڙ جو قبو

سنڌ ۽ خاص ڪري ٺٽي جو شهر مغلن جي حوالي ڪرڻ نه ٿي چاهيو، تنهنڪري اميرن کي لکي موڪليائين ته ٺٽي جي شهر کي جلائي ڀسم ڪري ڇڏيو. مرزا جاني بيگ نيٺ پيش پيو. خان خانان کيس عزت ۽ احترام سان اڪبري دربار ۾ پهچايو، جتي شهنشاهه اڪبر مٿس مهرباني ڪري، سيوستان ۽ لاهري بندر کان سواءِ باقي سڄو ملڪ کيس موٽائي ڏنو ۽ سندس پٽ مرزا غازي بيگ کي گورنر مقرر ڪيو. جيڪو ان وقت 16 سالن جي عمر جو هو. مرزا غازي بيگ، علم ادب، فنونِ لطيفه ۽ تعميرات جي فن جو شوقين هو. ٺٽي ۽ مڪليءَ تي هن جا تعمير ڪرايل ڪيترا يادگار موجود آهن. مرزا غازي بيگ 1021هه/ 1612ع ۾ وفات ڪئي. ڪانئس پوءِ مغلن جا هڪ ٻئي پٺيان ست کان به وڌيڪ ٺٽي لاءِ نواب (گورنر) مقرر ٿيا. ميان نور محمد جي دور ۾ 1150هه/ 1737ع ڌاري هي سلسلو ختم ٿيو. ان ريت سموري سنڌ ڪلهوڙن جي حاڪميت ۾ اچي وئي.

ٺٽي جي ذڪر دوران سيد حسام الدين شاهه راشديءَ، مڪلي نامه ۾ عثمان نالي هڪ شاعر جي تصنيف 'مثنوي چتراوليءَ' مان 'دکني ٻوليءَ' ۾ هڪ شعر ڏنو آهي، جنهن ۾ شاعر جهانگيري دور جو بيان ٿو ڪري. هن شعر ۾، هن شاعر ٺٽي جي جيڪا تعريف ڪئي آهي، تنهن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته اُن زماني ۾ 'دکن ولايت' اندر به، ٺٽي نگر جي وڏي شهرت هوندي هئي. اهو شعر هن ريت آهي:

هيري سي ٺٽه نگر سوهاوا
پيين هرن سو بن گنجاوا

(يعني ٺٽو نگر هيري کان به وڌيڪ خوبصورت آهي، منجهس سارين جون ساوڻ سايون پوکون، هرڻ، ڪشادا ۽ سهڻا ٻيلا موجود آهن.)

ميان يارمحمد ڪلهوڙي، سنڌ جو تخت گاهه ٺٽي مان تبديل ڪري، خدا آباد مقرر ڪيو. جنهنڪري ٺٽي جو ڄاهه ۽ جلال آهستي آهستي ختم ٿي ويو.

سمن، ارغونن ۽ ترخانن جي دور ۾ ٺٽي ۾، ۽ مڪليءَ تي ڪيترائي مقبرا ۽ مسجدون تعمير ٿيون. ساموئي ننگر ۾ شيخ حماد جو مقبرو، ۽ مڪليءَ تي ڄام نندي جو مقبرو، دولهه دريا خان جو مقبرو، مرزا عيسيٰ اول جو مقبرو ۽ ڪي ٻيا مقبرا موجود آهن. ٺٽي شهر ۾ ترخان دور ۾ دابگيرن (دبگرن) جي مسجد تعمير ٿي. تاريخ نويس اهو به لکن ٿا ته ترخان دور ۾، دابگيرن (دبگرن) جي مسجد، ٺٽي شهر جي وچ ۾ هوندي هئي. مغلن جي دور ۾، هي شهر اُتر طرف

وڏڻ لڳو. جامع مسجد شهر جي انهيءَ حصي جي مرڪز ۾ هوندي هئي. مڪيه شاهي بازار، هن حصي جي اولهه طرف ۽ مغل باغ جي اوپر طرف هوندي هئي.

ٺٽي شهر جي اڏجڻ يعني هن شهر جي قائم ٿيڻ ۽ ويران ٿيڻ جو دارومدار سنڌو درياهه جي وهڪري، ۽ اُن جي تبديل ٿيڻ تي رهيو آهي. جاگرافيدانن جو خيال آهي ته مهراڻ درياهه جي مکيه شاخ جڏهن هيلاين وٽ پهچندي هئي، تڏهن اُها وري ٻن شاخن ۾ ورهائجي ويندي هئي، جن مان هڪ 'ڪلري شاخ' هئي، جنهن جي اولهه ڪناري تي 'ساموئي' يعني سمن جي آبادي هئي. ڪلري شاخ. ساموئي ۽ مڪلي ٽڪريءَ جي پرونئي، ڪلان ڪوٽ کان ڦرندي. گُجي ۽ گهاري وٽان لنگهي، پنيور ڏانهن وَهي، گهاري ڪاريءَ ۾ چوڙ ڪندي هئي. پنيور جي ويجهو، هيءَ شاخ ٻن نهرن ۾ ورهائجي ويندي هئي. هڪ نهر، پنيور جو ڏاکڻيون طرف وٺي، سمنڊ ۾ چوڙ ڪندي هئي. هن نهر کي 'سسئيءَ وارو درياهه' به چوندا هئا. ٻي شاخ اولهه طرف وٺي، ڪورنگيءَ وٽ 'جهوڙي ڪاريءَ' ۾ ڪرندي هئي. مهراڻ جي ٻي شاخ، جيڪا هيلاين وٽان ڏار ٿيندي هئي، تنهن کي 'بگهاڙ شاخ' چوندا هئا. هيءَ شاخ (بگهاڙ) ٺٽي جي اوپر طرف کان ٿيندي، 'پير پٺي' جي درگاهه واري ٽڪريءَ جي اوپر وٽان ڦيرو کائيندي، موجوده شهر 'غلام الله' جو اُپرنديون ڪنارو ڏيندي، 'وَر شهر' وٽان وڪڙ کائيندي، ميرپور ساڪري ڏانهن رخ رکندي هئي ۽ اُتان لاهري بندر وٽ. سمنڊ ۾ چوڙ ڪندي هئي. هن شاخ مان 'حجامڙو'، 'ستاهه' ۽ ٻيون نهرون نڪرنديون هيون. ٺٽو سنڌو درياهه جي هڪ شاخ جي ڪناري تي آباد هوندو هو. درياهه جي انهيءَ وهڪري جي اوپر طرف 'مهاڻن جي ٺٽ' نالي هڪ بستي آباد هوندي هئي. ممڪن آهي ته اها ٺٽ، 'ننگر مهاڻي' واري هجي، جنهن جو حوالو پيرومل مهرچند ڏنو آهي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب جو خيال آهي ته "سما قبيلن انهيءَ ٺٽ کي آمد رفت، رسل و رسائل ۽ تمدن لاءِ مناسب بستي سمجهي، 'سمڪيءَ' مان لڏي، هن (ٺٽ) کي اچي آباد ڪيو، جا پوءِ 'ننگر ٺٽو' سڏجڻ ۾ آئي."

سمن جي حڪومت واري زماني ۾، ماموئي فقيرن جو چيل هي بيت به بستيءَ يعني ننگر ٺٽي جي باري ۾ اُهڃاڻ ٿو ڏئي، جنهن ۾ فقيرن اها اڳڪٿي ڪئي هئي ته ننگر واري هيءَ بستي وري ڦٽندي، تنهنڪري هنن فقيرن ٻڌايو هو ته ننگر شهر جي سدائين آباد هجڻ واري آسري تي، اوڏانهن لڏي وڃي نه ويهجو. انهن فقيرن اهو مشورو پڻ ڏنو هو ته پراڻ درياهه جي ٻه ٻيءَ ڀر وڃي، پنهنجا گهرڙا نه اڏجو، ۽ اُتي به هميشه لاءِ آباد ٿي نه ويهجو. ماموئي فقيرن جو مذڪوره بيت هن طرح آهي:

متان ويهجا ماڙهوئا، ننگر جي آڌار،
پُراڻان پراڙ، نوان مَ اَڏجا نجهرا.

پر جيئن ته درياهه جي شاخ جي وهڪري ۾ تبديلي اچڻ جي ڪري، هن شهر جي جاءِ وقوع ۽ نالي ۾ تبديلي ايندي رهي آهي، تنهنڪري هن وقت، هن شهر جي اُنهن پراڻن ماڳن ۽ آثارن جو ڪوبه پتو نه ٿو پوي. اهو به ممڪن آهي ته سما قبيلن 'ساموئي' يا 'سڪي' ڇڏي، هن بستيءَ کي نئين سر آباد ڪري هن جو نالو 'سما ننگر' رکيو هجي، ڇو ته مشهور مؤرخ ولبرفورس پنهنجي مشهور ڪتاب 'The History of Kathiawar' ۾ لکي ٿو ته "ول راجپوت جي 'ويراول' ڪاٺِي قوم جي هڪ حسين ڇوڪريءَ سان شادي ڪئي. اڳتي هلي سؤ راشٽر (ڪاٺياواڙ) جو اُتر- اولهه وارو حصو، ڪڇ کان آيل جاڙيجن جي سرگرمين جو مرڪز بڻجي ويو. هنن انهيءَ ايراضيءَ ۾ پنهنجون پاڙون پختيون پئي ڪيون. پهرين جاڙيجا ۽ ڇوڙا سما جيسلمير جي ڀاٽين سان شامل ٿي ويا، ڇو ته اهي ٻئي گهراڻا ٺٽي واري 'سماننگر' جي سردار، 'ترپٽ سمي'، جي اولاد مان هئا. جڏهن ڇوڙا سما سؤراشٽر طرف نائين صديءَ جي پوئين حصي ۾ لڏي ويا، تڏهن سنڌ جي جاڙيجن سؤراشٽر طرف پنهنجا حملا شروع ڪيا". ولبرفورس جي هن راءِ مان اهو به ثابت ٿو ٿئي ته سماننگر (ٺٽو) نائين صدي عيسويءَ جي آخري حصي ۾ به آباد هو جتان ڇوڙا سما لڏي ڪڇ طرف ويا. ٺٽو شهر سومرن، سمن، ارغونن، ترخانن ۽ مغل نوابن جي زماني تائين، يعني چار سئو کن سال، سنڌ جو تخت گاهه رهيو. انهن حڪومتن جي زماني ۾ هي شهر علم ادب، فن ۽ ثقافت، صنعت ۽ هنر، تهذيب ۽ تمدن جو مرڪز رهيو. اهڙيءَ طرح اسلامي ادبيات، مذهبي تعليم، تبليغ ۽ اسلامي فن جي فروغ جي ڪري، ايران، افغانستان، شام، بغداد، بصري، سمرقند، بلخ، بخارا ۽ وچ ايشيا جي ٻين ملڪن ۽ شهرن تائين، هن شهر کي گهڻي شهرت حاصل هئي. انهن ملڪن ۽ شهرن جا عالم، فاضل، اولياءَ، اڪابر، فنڪار، صوفي بزرگ ۽ درويش، اُتان لڏي، هت اچي آباد ٿيا. اهوئي سبب آهي جو اسلامي دنيا ۾ هي شهر 'بغداد ثاني' سڏجڻ لڳو. هت بيشمار مڪتب، مدرسا، درويشن جون درگاهون، خانقاهون، آستانا ۽ اوتارا قائم ٿيا، جتي پري پري کان شاگرد، علم جي پياس پوري ڪرڻ لاءِ ايندا رهيا. هي شهر علم ۽ هنر، مڪتبن، مسجدن، خانقاهُن، محلن، ماڙين، باغن، باغيچن، گلن، ميون ۽ وڻج واپار جي ڪري دنيا ۾ مشهور ٿي ويو. سيد حسام الدين شاهه راشديءَ، "مڪلي نامہ" ۾ هن



بابا عيسيٰ لنگوٽيءَ جي چوڪندي

شهر جو مڪمل نقشو ڏنو آهي، جنهن ۾ سما گهراڻي جي حڪومت واري زماني کان وٺي مغلن جي نوابن جي راڄ تائين، ۽ اُن کان پوءِ واري دور ۾، هن شهر ۾ قائم ٿيل پاڙن، محل ماڙين، حويلين، بازارن، باغن، باغيچن، چؤڪن ۽ چؤرنگين جا نشان ۽ نالا ڏنا آهن، مطلب ته ٺٽو يارهين صديءَ کان وٺي، ارڙهين صديءَ جي وچ واري عرصي تائين، سنڌ جو اهم ترين شهر هو. سڄي اُتر هندستان ۾ ٻيو ڪوبه اهڙو شهر نه هو. تاريخ طاهريءَ جو مصنف لکي ٿو ته "حقيقت ۾ ٺٽي جو بنياد ڪنهن اهڙي سڀاڳي گهڙيءَ ۾ پيو هو، جو هتي جي رهواسين، رنج ۽ تڪليف ڪڏهن به نه ڏٺي آهي؛ جيڪي ڪجهه وٽن آهي، اُن تي قناعت ڪندا آهن؛ جهڙو آرام ۽ خوشي هنن کي نصيب آهي، اهڙي ٻئي ڪنهن به هنڌ ورلي ليندي".

سترهين صديءَ جي هڪ مقامي مؤرخ، فريد بکريءَ جو رايو آهي ته "ٺٽي کي ڌرتيءَ جي جنت سڏي سگهجي ٿو. هتي جي رهواسين ڪڏهن به ڏکن جي گهڻيءَ ۾ پير نه پاتو آهي. هنن جي دلين تي خوشي ۽ راحت آهي، ۽ ٿورن لفظن ۾ ائين ڪٿي چئجي ته ٺٽو 'عراق ثاني' آهي". ٺٽي شهر جي شاهوڪاري ۽ تونگري، انهيءَ حقيقت مان ئي پڌري ٿي ٿئي ته جڏهن پورچوگيزن جي ڪمانڊر، پيڊرو، مرزا عيسيٰ ترخان جي چوڻ تي، سنڌس مدد لاءِ، 1555ع ۾، ٺٽي تي ڪاهيو، ۽ پوءِ مرزا عيسيٰ کي شهر ۾ نه ڏسي هن (پيڊرو) سخت

سونين مهرن جي ملڪيت سڙي ناس ٿي وئي. ٺٽي جي ڦرلٽ مان پورچوگيزن کي ايترو تہ مال غنيمت حاصل ٿيو، جو ايشيا ۾ شايد ئي ڪٿان ڪين يا ٻين حملي آورن کي مليو هجي. اهڙيءَ طرح ’نڪولس وٿنگٽن‘ 14-1613ع ۾، پورچوگيز سياح ’مانرڪ‘ 1641ع ۾، ڊچ سياح ’منوڪي‘ 1659ع ۾ ۽ انگريز سياح ’اليگزينڊر هئملٽن‘ 1699ع ۾ ٺٽي آيا هئا. انهن مان هرهڪ ٺٽي جي تعريف ڪئي آهي. انهن مان هئملٽن لکي ٿو تہ ”هي شهر ملڪ جي وڏي مارڪيٽ آهي. هيءَ هڪ تمام وڏو آسودو شهر آهي. اٽڪل ٽي ميل ڊگهو ۽ ڏيڍ ميل ويڪرو آهي. لاهري بندر ڪان هي شهر چاليهہ ميل پري آهي: منجهس اولهہ طرف هڪ وڏو قلعو ۽ پناهہ گاهہ آهي، جنهن ۾ پنج هزار ماڻهو ۽ گهوڙا رهي سگهن ٿا، جن جي رهڻ لاءِ جايون ۽ طبيلا آهن. انهيءَ قلعي ۾ نواب جي رهڻ لاءِ عاليشان محلات آهي. ٺٽو، سنڌونديءَ ڪان ٻہ ميل پري آهي. درياهہ مان نهرون ڪڍي، شهر ۾ پاڻي پهچايو ويندو آهي. شهر جي چوڌاري، بادشاهہ جا تمام عمدي طرز جا ۽ وڻندڙ باغ آهن، جن ۾ هر قسم جا گل ڦل ۽ ميوا ٿيندا آهن. انهن باغن ۾ ڏاڙهون تہ خاص قسم جا ٿيندا آهن. اهي اهڙا تہ لذيذ ٿيندا آهن، جن جهڙا مون زندگيءَ ۾ ڪڏهن چکيا بہ نہ آهن. هي شهر دينيات، فلسفي ۽ سياسيات جي علمن ڪان گهڻو مشهور آهي. هت چار سئو مدرسا آهن، جن ۾ مٿي ڄاڻايل مضمونن ڪان سواءِ، ٻيا مضمون بہ پڙهايا ويندا آهن. انهن ڪان سواءِ هتي هندن جا گروڪل بہ آهن، جيڪي يونيورسٽين جهڙو درجو رکن ٿا. ٽي سال اڳ يعني 1696ع ۾ هن ملڪ ۾ پليگ جي وبا اهڙي تہ اچي پئي، جو اُن ۾ صرف ٺٽي شهر ۾ اسي هزار ماڻهو موت جو شڪار ٿيا ۽ اڌ ڪان وڌيڪ شهر خالي ٿي ويو. هن شهر جي اوڀر طرف، پورچوگيزن جي هڪ ديول ٺهيل هئي، جنهن جي ٻاهرين ڪوٺيءَ ۾ مقدس درويشن ۽ بزرگن جون پراڻيون تصويرون ٽنگيل هيون“. سترهين صديءَ جي آخري ڏهاڪي ۾ ٺٽي جو ستارو بدلجڻ لڳو ۽ اُن جو زوال شروع ٿيو. ڇاڪاڻ تہ ميان يار محمد ڪلهوڙي (حڪومت 1700 ڪان 1718ع)، پنهنجي آزاد حڪومت قائم ڪندي ئي، پنهنجو تخت گاهہ، خداآباد کي بنايو. پوءِ هي شهر آهستي آهستي ڦٽندو ويو، ۽ ماڻهو هتان لڏي، تخت گاهہ طرف وڃڻ لڳا. ايتري قدر جو 1809ع ۾ (ميرن جي دور ۾) جڏهن ’هينري پاٽنجر‘ هت آيو. تڏهن هُن، هِن شهر کي کنڊرن جي صورت ۾ ڏٺو. هُو لکي ٿو تہ ”اسان تباهہ ۽ ويران ٿيل کنڊرن مان تمام گهڻو مفاصلو پنڌ هلياسين، ۽ تنهن ڪان پوءِ شهر جي آباديءَ واري علائقي ۾ پهتاسين“.

”نادر شاهہ جي حملي (1152هہ/ 1739ع) وقت ٺٽي ۾ چاليهہ هزار ڪوري هئا، ۽ ويهہ هزار ٻيا ڪاريگر هئا. اُن ڪان سواءِ صراف، اناج جا واپاري ۽ ٻين جدا جدا جنسن جا سٺ هزار تاجر هئا“. اهڙيءَ طرح مسٽر سمٿ، ڪراچي ضلعي جي گزيٽيئر ۾ لکي ٿو تہ ”ٺٽي جو ريشمي ۽ سوٽي ڪپڙو يورپ جي ملڪن ۾ مشهور هو. قلمي شورو وڏي مقدار ۾ ملندو هو. انهيءَ ڪري ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ قلمي شوري صاف ڪرڻ جا هت ڪارخانا لڳايا“. جنهن زماني ۾ اورنگزيب عالمگير ملتان جو گورنر هو، اُن زماني ۾ سنڌ جو ملڪ بہ سندس نظامت هيٺ هو. اُن زماني ۾، هُن پنهنجي والد، شهنشاهہ شاهجهان، کي سنڌ جي باري ۾ ڪيترائي خط لکيا هئا. انهن خطن مان معلوم ٿو ٿئي تہ اورنگزيب وقت بوقت ٺٽي جا تحفا شهنشاهہ شاهجهان جي خدمت ۾ موڪليندو رهندو هو. اُنهن تحفن ۾ ٺٽي جون لونگيون، ڇيٽون، ٺٽي جي ٻين ميون سان گڏ بيدانا ڏاڙهون ۽ ڪپڙو، خاص طور شهنشاهہ شاهجهان کي موڪليندو هو.

بهرحال موجوده وقت ٺٽي جي پراڻي جاهہ و جلال، بادشاهن جي محلن ۽ ماڙين، نوابن جي قلعن ۽ ڪوٽن جو ڪوبہ نشان هت موجود ڪونهي. البت مختلف خاندانن جي پراڻن پاڙن، محلن، بازارين، حويلين، مسجدن جا نالا يا انهن مان کي مسجدون ۽ حويليون موجود آهن. اهڙيءَ طرح مڪليءَ تي سمن، ارغونن ۽ ترخانن جي دور ۾ تعمير ٿيل مقبرن ۽ مسجدن ڪان سواءِ، ٺٽي شهر ۾ کي جايون، پاڙا ۽ بازاريون اڄ بہ شهر جي عظمت جي شاهدي ڏين ٿيون. انهن ۾ خاص هي آهن: مير احمد بيگ محلو، مُلا محمد علي محلو، خواجہ شڪر محلو، ساگر محلو، سُرهين جو محلو، محلو ڪِشمِشيان، محلو سنگتراش، محلو نقارچين، مغل واڙو، محلو غلہ بازار، محلو مسڪر، سهتيہ محلو، تندسر محلو، محلو ٺٽ مولو، محلو قاضيان، محلو رضوي سادات، محلو ميرڪي سادات، اميرخاني محلو، شڪرالاهي سادات محلو، محلو انجوي سادات، جمنا سرزمين، اسلام پوره محلو ۽ پلنگ پاڙو. انهن محلن ۽ پاڙن ڪان سواءِ هت ڪيتريون ئي مسجدون ۽ مندر بہ آهن، جيڪي پنهنجن سينن ۾ اڄ بہ مختلف دورن جا داستان سانديندا اچن. اُنهن ۾ مسجد ولي نعمت، جامع فرخ، اميرخاني مسجد، محلو تند سر مسجد، دابگير (دبگر) مسجد، مُلا ملوڪ شاهہ واري مسجد، مسجد لکي، مسجد اسلام پوره، مسجد ابوالقاسم نقشبندي ۽ مخدوم محمد معين مسجد. اهڙيءَ طرح هيٺيون حويليون اڄ بہ مشهور آهن: خسرو خان حويلي، عرب ڪوڪي حويلي، خشتي حويلي، قاضي ابراهيم حويلي، مرزا فتح علي بيگ جو محلات ۽ مرزا عظيم الدين جو بنگلو. هيٺيان چوڪ ۽ بازاريون اڄ بہ جهونن ماڻهن کي ياد آهن: چوڪ عبدالغني، چوڪ ملڪ مان، جملي پير جو ميدان، غلہ بازار، مرزائي بازار، گوڏڙي بازار، گدا بازار، پٽيهٽ بازار، اميربيگ بازار، بازار قصاب، گلن جي بازار ۽ مڇي بازار. انهن ڪان سواءِ ٺٽي جا هيٺيان باغ اڄ بہ مشهور آهن: مير ابوتراب باغ، مير سيد علي (ثاني) شيرازي باغ، خورشيد باغ ۽ مُشڪين باغ.

هن شهر تي وڏي تحقيق جي ضرورت آهي جنهن ۾ هن شهر جي تاريخ، تهذيب ۽ تمدن، وڻج واپار: هتي جي ماڻهن، سندن سماجي زندگي، ريتن رسمن ۽ سندن نسبي ۽ نسلي تاريخ تي تحقيق ڪان سواءِ هتي هڪ ميوزيم هئڻ گهرجي، جنهن ۾ اهي سڀ شيون گڏ ڪري رکجن، جيڪي هن شهر جي مطالعي جي سلسلي ۾ مددگار بڻجن.

**ٺٽي شهر جا آڳاٽا آثار:** ٺٽو شهر، جيڪو هن وقت ضلعي صدر مقام آهي، سو ڪڏهن ۽ ڪيئن وجود ۾ آيو، سا حقيقت راز ۽ اسرار جي پردن ۾ ڍڪيل رهي آهي. سنڌ جي روايتي داستانن موجب ٺٽي شهر جو بنياد بہ اوترو ئي قديم آهي، جيترو قديم شهر ملتان جو. اهڙن داستانن جي هڪ راويت مطابق ڇيڻ زائفائن مان (جن ڇيٽي مان هرهڪ اها دعويٰ ٿي ڪئي تہ هُوءَ سڀني ۾ وڏي آهي) هڪ چيو تہ:

جڏ ٺٽي ٿي ٺاهہ ڪيو، اڏيو ٿي ملتاڻ،
تڏ سئو سهيلين ساڻ، مون مٽي ڪنئي مٿي تي.

ٺٽي جي بڻ بنياد بابت امير خسرو جي شعر چوڻ واري سٽ تي بہ تحقيق جي ضرورت آهي. هڪ ڳالهہ يقيني آهي تہ ٺٽي جي ابتدائي آباديءَ وارو دور اهوئي ساڳيو آهي، جڏهن سنڌونديءَ جي وچ وارو وهڪرو تبديل ٿيو، ۽ جڏهن سومرا خاندان جي حڪمراني زوال پذير هئي، ان جو اصل سبب اهو هو تہ سنڌوندي پنهنجي ”پراڻ سرشتي“ وارو وچيون وهڪرو تبديل ڪري، اولهہ طرف رخ ورتو هو، جنهن کي ٺٽي وارو سلسلو“ چئي سگهجي ٿو. زوال پذير سومرن جي خوشحاليءَ جو دارومدار ئي انهيءَ پراڻ سلسلي تي هو، جنهن ۾ پوءِ پاڻيءَ جي آوت گهٽ ٿيندي وئي، نتيجي ۾ هن طرف جا فصل متاثر ٿيڻ لڳا ۽ علائقي جي اقتصادي حالت ڪمزور ٿيڻ لڳي. ٺٽو ان وقت تائين هڪ ننڍي يا وڏي ننگر جي حيثيت حاصل ڪري ملڪ جي گاديءَ جو هنڌ بڻجي چڪو هو. هي دور تيرهين صديءَ جي آخر ڪان چوڏهين صديءَ جي وچ تائين جو دور هو. ان ۾ بہ شڪ نہ رهيو آهي تہ ٺٽو سنڌونديءَ جي پيدا ڪيل بستي هئي، ۽ هن سنڌوءَ جي ڪُک مان ان وقت جنم ورتو، جڏهن ندي پنهنجو وچيون پراڻ سلسلي وارو وهڪرو مٽي گهڻو اولهہ طرف ٺٽي وارو رخ اختيار ڪيو. خود لفظ ”ٺٽہ“ جي معنيٰ مان انهيءَ حقيقت جي ڪافي حد تائين

تصديق ٿئي ٿي. "ٺَٽِي"، "ٺٽ" ۽ "ٺٽو"، ٽيئي لفظ هڪڙي ئي صفتي معنيٰ رکندڙ آهن، جنهنجو مطلب آهي سنڌونديءَ جي ڪناري واري عارضي بستي. جنهن ۾ فقط ماڇي مهاڻا مڇيءَ جو شڪار ڳڌ ڪري رکڻ ۽ نيڪال ڪرڻ لاءِ ڪتب آڻيندا هجن. اُن آباديءَ کي 'مياڻي' يا 'مياڻ' سڏبو آهي، پر جي اها آبادي جهجهي آهي ۽ ان ۾ مهاڻن کان سواءِ هاري ناري چوپائي مال جي ڌڻن سان ٺانيڪا آهن تہ پوءِ توري مال واري وسنديءَ کي ٺٽي (ٺٽي معنيٰ ڌڻ). ان ڪان وڌيڪ ڌڻ ڌنارن واري وسنديءَ کي "ٺٽ" ۽ اجا بہ وڌيڪ گهٽي ڌڻ ڌنارن جي وسنديءَ کي ٺٽو چئبو. اهڙا نالا فقط اهڙين وسندين تي رکيل ٿين ٿا. جيڪي لازمي طرح تي مکيہ درياهہ جي ڪپ يا ڪنهن دائمي وسندڙ شاخ تي آباد ٿيل هجن. سنڌونديءَ ۽ ان جي ڦاٽن تي ڪيترين ٺٽين ۽ ٺٽ موجود هئا؛ مثلاً ٺٽ گهوراهو ۽ ٺٽ هوتچند وغيره. پر تاريخ ۾ انهن مان فقط وڏي ۾ وڏي وسندي يعني "ٺٽي" جو ذڪر موجود ۽ مشهور آهي. ٺٽي جي موجوده محل وقوع يا بيهڪ توڙي ان جو چوڦير پراڻي سنڌونديءَ ۽ ان جي شاخن جي پاٽالن جي ان سان سڌي سنئين سنبنڌ جي صورتحال مان اها تصديق ٿئي ٿي تہ ٺٽو سنڌونديءَ جي شاخن جي وچ ۾ واقع هو. ان جي معنيٰ تہ هيءَ وستي آبڪلاٽيءَ جي موسم (مئي، جون کان آگسٽ ۽ سيپٽمبر) دوران پوريءَ طرح محفوظ رهندي هئي. ان حقيقت جي تصديق فيروز شاهہ تغلق جيءَ ٺٽي خلاف مهمن (1350- 1368ع) ۽ ان بعد شاهہ بيگ ارغون جي هٿان ٺٽي جي فتح (1520ع) بابت تاريخ ۾ ڏنل حوالن مان بہ ٿئي ٿي. مکيہ درياهہ، نواب شاهہ (موجوده بينظير آباد) ۽ سڪرنڊ تعلقن جي ايراضين ۾ ڪنهن هنڌ تي پراڻ ڏانهن رخ رکندڙ پنهنجو اوپر- ڏکڻ وارو وهڪرو مٽي، اولهہ- ڏکڻ طرف موڙ کاڌو. درياهہ جي انهيءَ نئين وهڪري، شهدادپور، نصرپور ۽ ٽنڊي محمد خان جو رخ ورتو ۽ اڳتي وري ڏکڻ- اولهہ طرف موڙ کائي ٺٽي جي ڏانهن رخ رکيو. درياهہ اتر ۾ چليا ۽ ڏکڻ ۾ خان سومرا ڳوٺ واري ايراضيءَ مان ڪنهن هنڌان پنهنجي مکيہ وهڪري ۾ ڦيرو کائي وڃي ڏاکڻيون پاسو ورتو ۽ اهڙيءَ ريت ٺٽي واري ايراضيءَ جي اُيرندي لڳ ويجهو تي وهڻ لڳو. ڏکڻ طرف موڙ واري ور وٽان نديءَ جي هڪ معاون شاخ ان ڪَن ڪنجي جدا ٿي وئي، جا بعد ۾ انهيءَ پراڻي ڪلريءَ جي خشڪ ڊوري ۾ داخل ٿي وئي، جيڪو اسلامي دور کان گهٽو اڳ هڪ مکيہ درياهہ هو. بعد ۾ اها شاخ اڳتي هن شاخن ۾ ڦٽي نڪتي. جن مان هڪڙي شاخ اتر ۽ مڪليءَ جي ٽڪرين وچان وهندي اڳتي ڏکڻ - اولهہ طرف گهاري جي رخ تي وهڻ لڳي، جڏهن تہ ٻي شاخ مڪليءَ واري ٽڪري جي اُيرندينءَ ڪيچ مان ڦيرا کائي پوءِ ڏکڻ طرف وهڻ لڳي. سنڌونديءَ جي وهڪري ۾ انهيءَ تبديليءَ جي نتيجي ۾ سمن جا اهي راڄ، جيڪي مڪلي واري ايراضيءَ ۾ آباد هئا، سي ججهي ۽ دائمي وهندڙ پاڻيءَ مان سڪيا ٿيا. سمن جي پهرين اهم وسندي، جيڪا سندن راڄ يعني ساموئيءَ جي نالي سان مشهور ٿي، ۽ جيڪا سندن جاگيرداري اقتدار جو ابتدائي مرڪز پڻ ٿي، سا مڪلي ٽڪريءَ جي بلڪل اُترئين ڇيڙي وٽان وهندڙ ۽ گهاري طرف ويندڙ شاخ جي ڪاهي ڪپر (ڏکڻ طرف) تي آباد هئي. ان بعد سندن زرخيز زمينون مڪليءَ جي ٽڪرين جي اولهہ طرف وڌنديون ۽ پکڙنديون ويون. تڏهن کان ئي اهو علائقو 'سمڪي' (يعني سمن جو علائقو) سڏجڻ لڳو روينيو سرشتي جو اهو سرڪل، جنهن ۾ اها ايراضي شامل آهي، سو اڄ تائين انهيءَ ئي 'سمڪي سرڪل' جي نالي سان سڏجي ٿو. سمن جي ٻي بستي مڪلي سلسلي جي اُيرندينءَ ڪيچ مان وهندڙ شاخ جي اُيرندي (ڪاهي) ڪپر تي وڌڻ ويجهڻ لڳي. هڪ طرف انهيءَ وسنديءَ جون زمينون وڌيڪ زرخيز ڊيلٽائي ايراضين واريون هيون، جيڪي اُن جي اوپر ۽ ڏکڻ اوپر طرف پکڙيل هيون، تہ ٻئي طرف انهيءَ شاخ جو اولهائون ڪنارو مڪليءَ جي ٽڪريءَ سببان پاڻيءَ جي ڪاٽ کان محفوظ ۽ مستحڪم هو جنهنڪري ان جا گهاٽ ڏاڍي سهوليت ۽ سهنج وارا هئا. اها آبادي، جا هونئن بنيادي طور محض هڪ مڇي مياڻ رهي ها، سا نيٺ هڪ ٺٽي بنجي وئي ۽ پوءِ وڌي تهان وڌو ٺٽ بنجي وئي. سمن حاڪمن جڏهن اهو محسوس ڪيو تہ اها صورتحال آمد رفت ۽ نقل حمل لاءِ وڌيڪ سٺائي ۽ فائديمند آهي تہ هنن ساموئيءَ مان پنهنجا ديرا ڪٽي اچي انهيءَ "ٺٽ" ۾ قائم ڪيا. نتيجي طور اهو ٺٽ سرڪاري ننگر (راڄڌاني) بنجي ويو اهوئي ننگر بعد ۾ جلد پنهنجي ايراضيءَ ۽ پکيڙ ۾ وڌندو نيٺ وڃي وڏو ٺٽو ٿيو ۽ پُراڻ نالي سان مشهور ٿي ويو. محقق انهيءَ خيال جا آهن تہ شهر جا جيڪي پاڳا هين جي پيٽ ۾ وڌيڪ مٿانهان آهن، سي ئي ان جا قديم حصا آهن. هيئينءَ وچور موجب، جاٽايل پاڳا شهر جا اوائلي مٿانهان حصا سمجهيا وڃن ٿا:

(1) **ڪاراٽي محلو:** سڄوي ڪاراٽي محلو جيڪو شاهي بازار جي 'پڳڙا بازار' واري پاڳي کان اولهہ طرف واقع آهي ۽ پڻ ان جي اوپر طرف هليو وڃي ٿو. جنهن ۾ "اِدر پاڙو" بہ اچي وڃي ٿو.

(2) شاهي بازار جي "قول بازار" واري پاڳي جي اولهہ طرف پکڙيل ايراضي.

(3) گلڻ شاهہ شيرازيءَ جي مسجد جي چوگرد ايراضي، توڙي ان جي اوپر طرف پکڙيل ايراضي.

شاهجهان واري جامع مسجد جي بنياد پوڻ کان اڳ اها مسجد، جامع مسجد طور استعمال ٿيندي هئي. "مسجد ولي نعمت" ۾ هڪ مدرسو بہ هو. جنهن ۾ مشهور صوفي بزرگ شاهہ مراد (93- 831هه/ 87- 1427ع) تعليم ورتي هئي. انهيءَ مان ظاهر ٿئي ٿو تہ سمن جي حڪمرانيءَ جي پوئين دور ۾ ان اولهائين پاڳي جي اتر وارو پاسو مکيہ شهري علائقو هو.

سمن جي حڪمرانيءَ ۾ اوائلي دور وارو قديم ٺٽو ڪٿي واقع هو؟ انهيءَ ڏس ۾ هتي بہ اهڙا اهم پاڙا آهن. جيڪي شهر جي بنيادي قدامت ڏيکارين ٿا. جن مان هڪڙو آهي اسلام پوره وارو پاڙو ۽ ٻيو آهي "ٺٽ پاڙو يا ٺٽ پاڙو"، جيڪو تاريخي لحاظ سان هڪ اهم پاڙو آهي. اهو پاڙو اسلام پوره پاڙي جي ڏکڻ ۾ آهي. هن وقت انهيءَ ٺٽ پاڙي ۾ جايون جڳهيون ڪي گهٽي تعداد ۾ باقي نہ رهيون آهن. ڪنهن وقت اهو محلو ايراضيءَ ۾ چڱو وڏو هو. شهر جي هن حصي جي سڀ کان اهم ڳالهہ اها آهي جوان جو اهو قديم نالو يعني "ٺٽ يا ٺٽ" اڄ تائين باقي رهيو آهي. 20- 1915ع تائين اتي ميمڻ قبيلي جا ڪيترائي گهر موجود هئا. جن جي فردن کي عام طور تي سندن ٺٽ محلي جي نالي پٺيان "ٺٽيار" سڏيو ويندو هو. جن مان مشهور شخص حاجي عبدالله ٺٽيار ۽ ورايو ٺٽيار، 1918ع کان اڳ گذاري ويا هئا. ٺٽي شهر توڙي آسپاس ۾ جتن جو ڪافي تعداد صدين کان آباد آهي، جن کي "ٺانگرائو جت" سڏيو وڃي ٿو. محمد رمضان ميرحت چڱي جاڻ سڃاڻ وارو ماڻهو هو. هن ٺي ڏاکڻي پاڳي ۾ هڪ ٻي ٺِٽي (اوائلي آبادي) هئي، جنهن کي 866 کان 893 هجري (1462 کان 1488ع) دوران، درويش شاهہ مراد جي سفارش سان جام ننڍي جي وزير "لکدير" ۽ سندس پٽ "مُولي" وسايو هو. جنهنڪري ان کي "مولو ٺٽي" جي نالي سان سڏيو ويو هيءَ "مُولو ٺٽي" ان وقت تائين موجود هئي، جنهن وقت مير علي شير قانع تاريخ لکي رهيو هو. ٺٽ يا ٺٽ محلو جيڪو ڏکڻ ۾ آهي ۽ اسلام پوره محلو جيڪو اتر ۾ آهي، سي ٻئي محلا انهيءَ ڊِنڍِ مٿل ڪڏ جي اوپرين ڪپ تي واقع آهن. جنهن کي. "تند سر" سڏيو وڃي ٿو جنهن جو پيٽو پڻ درياهہ جي پيٽ سان وڃي ٿو ملي. "تندسر" جي لغوي معنيٰ آهي پاڻيءَ جي هڪ پرپور وڏي ڇَر. انهيءَ جي پکيڙ ٺٽ- اسلام پوره واري اوپرين ڪپر کان وٺي اولهہ طرف مڪلي ٽڪريءَ جي لاهي تائين آهي. پاڻيءَ جي اها ڊنڍ، جيڪا اڳئين درياهہ يا ان جي ڪنهن شاخ جي پيٽ سان لاڳو هئي، سا

ايرندي ڪناري تي هيڏين لاءِ هڪ مثالي لنگر گاهہ جو ڪم ڏيندڙ هئي. پاڻيءَ جو جھجھو مقدار هتي سڄوئي سال، يعني آبڪلاٽيءَ توڙي سياري بنهي موسمن ۾ موجود هوندو هو. ان جي اوڀرين ڪپر تي موجود ٻن جليل القدر بزرگن، لال چتي ۽ ابراهيم شاهہ جا مقبرا اها شاهدي ڏين ٿا تہ هيءُ هنڌ هميشہ هڪ مرڪز رهيو آهي. ان جي آمهون سامهون درياهہ جي اولاهين طرف مڪليءَ جي ٽڪريءَ جي ڪناري سان دريا خان جو ”ڪوٽ“ هو. جيڪو جام نظام الدين جو وزيراعظم ۽ سپهہ سالار هو. انهيءَ ڪري ٿي وزيراعظم دريا خان شهر جي هن قديم ڏڪڻ- اوڀر واري ايراضين جي آبپاشيءَ جي مسئلي تي گهڻو ڌيان ڏنو ۽ مشهور ”علي جان واهہ“ (عرف خانواهہ ڪئنال، جنهن کي هاڻي ”علي جاهہ“ سڏيو ويجي ٿو) کوٽايو. اهو واهہ ڪلريءَ مان پاڻي کڻي، ”وڏي الله ڪاهي“ (چئنل) وٽان ۽ پوءِ ”ننڍي الله ڪاهي“ (چئنل) وٽان وهندو هو. معلوم ٿو ٿئي تہ انهيءَ علي جاهہ واهہ جو ٿورو پاڻي پوڇڙيءَ جي ٻن ڪاهين مان (جن کي هاڻي ”گهاڙ مساڻ“ ۽ ”گهاڙ مڇي“ سڏجي ٿو) وهندو ويجي تندسر ڍنڍ ۾ ڇوڙ ڪندو هو. آبپاشيءَ جي انهيءَ اڳاٽي سرشتي، بعد جي دورن ۾ ٻين واهن لاءِ راهہ هموار ڪري ڇڏي، جن ٺٽي جي اوڀر واري ايراضيءَ کي خوبصورت باغن واري سرزمين بنائي ڇڏيو.

پيرومل مهرچند 1920ع ۾ هن شهر بابت لکي ٿو تہ ٺٽي شهر ۾ ڪيتريون جايون ماڙين سان آهن. مڪليءَ جي ٽڪري نزديڪ هوندي بہ ڪا پٿر جي جاءِ ڪانهي. شهر ۾ هندڪا پاڙا جڳيسيا، ٽوٽائي سيٺين جو پاڙو ۽ پلنگ پاڙو وغيره آهن. هيو هڪ ”ٺٽ“ پاڙو آهي، جيڪو اصل هڪ ننڍو ڳوٺ هو. جو پوءِ شهر سان گڏجي ويو آهي. انهيءَ ٺٽ تان ٺٽي ننگر تي نالو پيو آهي. بازار جي پاڳن تي جدا جدا نالا رکيل آهن: مثلاً پڳڙا بازار، کجور بازار، صراف بازار، ڦول بازار وغيره. بازار جي هڪ پاڳي جو نالو ”گيارس بازار“ آهي، اهو نالو گيارس جي ڏينهن ڪاٺ جي سامان وڪڻڻ ڪري پيو. اڳاٽي وقت ۾ ٺٽي جا حاڪم جڏهن شهر کي چڪر ڏيڻ لاءِ نڪرندا هئا، تڏهن گدا (فقير) ڪان بخشش گهرڻ لاءِ اتي اچي ڪنا ٿيندا هئا، تنهنڪري اِهو نالو پيو.

ٺٽي ۾ مندرن، مسجدن ۽ قبن جو ڪاٿوئي ڪونهي. جنگشاهيءَ وارو رستو وٺي اچبو تہ مڪليءَ جي ٽڪريءَ وٽ شنگهہ پوانيءَ وارو مندر: ميونسپل ناڪي ڪان ڳجي وارو رستو وٺي هلبو تہ منشا ديويءَ جو مندر: جي اندر بازار ۾ وجبو تہ چوڻڪ بازار ۾ مندر: جنهن جي پر ۾ ننڍي جامع مسجد آهي. شهر جي ٻاهران مساڻي طرف ڪڏيءَ جو مندر ۽ ستين جو آستان آهي.

ٺٽي جي شهر ڪنهن زماني ۾ راحت بہ ماڻي، تہ عذاب بہ ڏٺا هئا. ٺٽي گهمرا تہ ٻاهہ ۾ جليو پهرين ٻاهہ شاهہ بيگ ارغون 1521ع ۾ ڏياري، ٻيو گهمرو پورچوگيزن 1555ع ۾، ۽ ٽيون گهمرو 1591ع ۾. اڪبر بادشاهہ جو لشڪر جڏهن ٺٽي تي ڪاهي ٿي آيو تڏهن مرزا جاني بيگ ڏنو تہ هاڻ ٺٽو هٿان ويندو، تنهن پنهنجي شهر کي پاڻهي ٻاهہ ڏياري! انهيءَ پوئين دفعي ٺٽي جو شهر اهڙو جليو جو وري پوريءَ طرح پاڻ سنڀالي نہ سگهيو. ٺٽي جا سيد علم جا صاحب هئا. سنڌي شعر پهريائين ٺٽي ۾ لهيو پارسي شعر جوڙڻ لاءِ بہ هتي عمدا شاعر هئا، جن جا ڪلهوڙن ۽ ميرن جي صاحبيءَ ۾ لوازما ٻڌل هئا. جي پوءِ انگريزن جي صاحبيءَ ۾ بند ٿيا، جنهنڪري پارسي علم کي ڌڪ لڳو. سنڌ جي هڪ تواريخ، مير علي شير قانع ٺٽويءَ جي ناهيل آهي ۽ ”تحفتہ الڪرام“ جي نالي سان مشهور آهي. ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ ٺٽو وڏو واپاري مرڪز هو. 1758ع ۾، ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ پنهنجون ڪوٺيون ٺٽي ۽ اورنگا بندر ۾، ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي جي اجازت سان وڌيون. پر 1775ع ۾ سنڌس پٽ ميان سرفراز خان اُهي ڪٽائي ڇڏيون. ٺٽي ۾ عاليشان عمارتن جي بہ اڳي ڪمي ڪانہ هئي. مرزا غازي بيگ جي وقت ۾، ميان خسرو خان ٺٽي جو خودمختيار حاڪم هو. تنهن اڪيچار ناڻو خرچي، ٺي سئو سٺ مسجدون، کوهہ، پليون ۽ مسافرخانا وغيره جوڙايا هئا.

**سياسي حالات:** سياسي تاريخن ۾ بہ ٺٽي جو نالو بار بار آيو آهي. ٺٽي ۽ ان جي آسپاس پهريون دفعو خليفي عبدالملڪ امويءَ جي دور ۾ عرب وارد ٿيا. هي علائقو اول اموي خلافت ۽ پوءِ عباسي مبلغن جي تابع رهيو. ايستائين جو سال 1025ع ۾، خليفي قادربالله عباسيءَ اُنهن کي ملتان ۽ اُچ مان ڌڪي ڪڍيو. 1026ع ڌاري محمود غزنويءَ جي وزير عبدالرزاق سنڌ تي حملو ڪري، ٺٽو ۽ سيوهڻ فتح ڪري عربن کي پڄائي ڇڏيو. ٺٽي جي تاريخ ۾ ان کان پوءِ



پير سادات جو مقبرو

جو دور نهايت خراب رهيو. حاڪم خود لٽ مار ۾ مصروف ٿي ويا. انهيءَ دور ۾ ٿي سومرن بغاوت ڪري ٺٽي تي قبضو ڪيو.

بعد ۾ 750هہ/ 1351ع ۾ سمن اقتدار تي قبضو ڪيو. اهي حڪمران ”جام“ چوائيندا هئا. جام ننڍي يعني جام نظام الدين پٽ ٻانيڻي جو دور سمن حڪمرانن جو سونهري دؤر هو. جام ننڍو وڏو نيڪ ۽ علم دوست انسان هو جام ننڍي چورن ۽ ڌاڙيلن کي ختم ڪرائي ڇڏيو. قاضي عبدالله (جنهن جي قبر مڪليءَ تي آهي)، ان جي نماز جام ننڍي پڙهائي هئي. جام ننڍي جي وفات کان پوءِ شاهہ بيگ ارغون، (جيڪو بکر جو حڪمران هو). ٺٽي تي پهريون حملو سال 1508ع ۾، ۽ ٻيو حملو 1521ع ۾ ڪيو. جنهن سان ٺٽي ۾ سمن جي حڪومت ختم ٿي. مرزا شاهہ بيگ چاهيو ٿي تہ سنڌ کان سواءِ گجرات جي حڪومت بہ سندس هٿ اچي وڃي. مرزا عيسيٰ جي زماني (975هہ/ 1567ع) ۾، پورچوگيزن جمعي جي ڏينهن ٺٽي تي حملو ڪيو. ماڻهو جمعي نماز ادا ڪري رهيا هئا. ”فرنگين شهر لُٽي، گهرن کي ٻاهہ ڏيئي ڇڏي. مرزا عيسيٰ ان وقت بکر ۾ هئو: ڪيس خبر ملي تہ فوراً ٺٽي پهتو. هن شهر جي هڪڙي ديوار درياهہ سان گڏ ڪٽائي ۽ هڪ نهر کوٽائي شهر ۾ اندر آندي. هن هڪڙو نئون قلعو ”شاهہ بندر“ بہ تعمير ڪرايو.

همايون جڏهن شيرشاهہ کان شڪست کائي ڀڳو، تڏهن لاهور کان ٿيندو بکر پهتو ۽ پوءِ اُتان نا اُميد ٿي ٺٽي ۾ آيو. پر مرزا شاهہ حسن ساڻس جنگ ڪئي، تنهنڪري همايون لاچار ٿي ايران ڏانهن هليو ويو. سال 1614ع ۾ ٺٽي کي مغلن الڳ صوبي جو درجو ڏنو. ٺٽي ۾ مغليہ دور جي هڪ مسجد توجهہ لائق آهي. شاهجهاني جامع مسجد، جيڪا 1054هہ/ 1644ع ۾ تعمير ٿي. هي مسجد مير ابوالبقا امير خاني تعمير ڪرائي.

**ٺٽو پرڳڻو ۽ راڄڌاني:** هي پرڳڻو سترهين صديءَ ۾، ٺٽي سرڪار جي ڇهن پرڳڻن مان هڪ هو. هن پرڳڻي ۾ چار راڄڌانيون هيون: (1) ٺٽو (2) چاچڪان،

(3) نصرپور ۽ (4) چاڪر هالا. پهريون ٽيئي راڄڌانيون، درياهه جي هڻ ۾ ٺٽي جي پاسي اچي ٽي ويون ۽ چوٿين راڄڌانيءَ درياهه جي ٻئي طرف هئي.

ٺٽي جو شهر ۽ پرڳڻي جي ڪافي ايراضي درياهه جي ڪاهي ڪپ تي هوندي هُئي، جنهن مان سَڌُ پوي ٿي ته درياهه جيڪو ٺٽي ۽ مڪلي ٽڪرين جي اتر پاسي وَهندو هو. سو گجي ۽ ٺٽي جي هاٿوڪي رستي ڪي وڇان پار ڪري وهندو هو. پرڳڻي جا ڪجهه حصا ٽڪرين تائين ڦهليل هُئا، جتي ڪهيري، ڪرمتي ۽ بلوچ، جيڪي حڪومت جا باغي هئا ۽ محال ڪوهستان ۽ ساڪري تعلقي جي ڏکڻ اولهه ۾ رهندا هئا. اها آبادي مغل حڪومت جي تابع هئي.

ٺٽي جي راڄڌانيءَ جا رعيتي ماڻهو ڏاڍا "مسڪين" هئا ۽ ڪابه ڪُڌائي نه ٿي ڪيائون، پر مهيرين ۽ نگامرن جو هنن ڪي هر وقت خوف پئي رهيو. تنهنڪري ترخانن ٻنهي قبيلن جي سردارن سان صلح ڪري ڪين اطاعت ۽ امن ۾ آڻي ڇڏيو. جڏهن ٺٽو جهانگير بادشاهه جي عملدارن جي ماتحتيءَ ۾ آيو. ان سان گڏ چام هالي ۽ راڻي عمر ڪي راضي ڪري، پنهنجي راڄ سان آزاد ڇڏيو ويو. جيڪي هميشه ٺٽي جي صوبيدار جي خدمت ۾ رهندا هئا. پوءِ ملڪ جي ضابطي ۽ بادشاهه جي حڪم سان ڪهيري ذات پنهنجي سردار چام هالي جي بادشاهي اقبال سان مير ابوالبقا هٿان نيست ٿي ويئي. پر نگامرين آڻ نه مڃي، تنهن هوندي به راڻو عمر، جيڪو سندن سردار هو سدائين فرمانبردار رهندو آيو.

هن شهر ڪي تاريخ جي روشني ۾ ڏنو وڃي ته بارونق هجڻ سان گڏوگڏ علم ادب جو وڏو مرڪز رهيو آهي. تاريخ جي آئيني ۾ هي شهر وڏن لاهن چاڙهن مان گذريو آهي. هي شهر رونقن ۽ شادابيءَ ۾ قرطبه ۽ بغداد جو همعصر هوندو هو. ٺٽو شهر ڪيترائي دفعا آباد ته ڪيترائي دفعا برباد ٿيو آهي.

"آئين اڪبري" ۾ لکيل آهي ته "ٺٽو هڪ بندرگاهه هو. ملتان، لاهور، آگري ۽ احمد آباد سان ٺٽي جا خاص واپاري ناتا هئا. هن شهر جو واپار گووا، سورت ۽ ملبار جي خاص بندرگاهن تائين پکڙيل هو". مرحوم پير حسام الدين شاهه راشدي پنهنجي ڪتاب "ڳالهيون ڳوٺ وڻن جون" ۾ هن شهر جي تاريخ، تمدن، ۽ تهذيب جي باري ۾ ڪافي روشني وڌي آهي. هو لکي ٿو ته "ٺٽي شهر ۾ 164 ذاتين جا ماڻهو رهندڙ هئا، جن مان قديم ذات ميمڻ برادري آهي. هن وقت به ميمڻ برادريءَ جا ماڻهو ٺٽي جي ڪافي محلن ۾ آباد آهن. مغلن جي دور ۾ به ٺٽي جو ڪاروبار تقريباً ميمڻ قوم جي هٿن ۾ هو.

**محلا:** مل شين، شيرخاناڻي، شاڪراڻي، شڪرالاهي، شاهه مبين، ٻتواڻي، تندسر، ڪٽي محلو، مخدوم محلو، پٽي هٽ، قاضي محلو، عقيلي محلو، گيدڙن جو محلو، عابداڻي، ڪشمشي محلو، ٻنالا محلو، چانداڻي محلو، عباسين جا ٻه محلا، لوهارن جو محلو، وڏن جو محلو، ڪاسائي محلو، اميرخاني محلو (جامع مسجد جي اوپر اتر ۾) انگريزن جو محلو، رضوي محلو، شيرازي محلو، پاپي محلو، جمال محلو، مس گر محلو.

**پاڙا:** محلن ۾ جدا جدا پاڙا آهن، جيڪي ذات يا ڪنهن بزرگ جي مزار جي نالي پويان سڏجن ٿا: شاهه ڪمال پاڙو، ڪٽي پاڙو، ڪنياڻي پاڙو، سابوگر پاڙو، بخاري پاڙو، تندسر محلي ۾ واسواڻي پاڙو، ڪوناڻي پاڙو، وزن ڪشن جو پاڙو، غني پاڙو، پيلن جو پاڙو، حبشي پاڙو، درسن جو پاڙو وغيره. ٻيا پاڙا هي آهن. وارين جو پاڙو، سون پاڙو، دٻائي پاڙو، ساد پاڙو، لاسي پاڙو، حجام پاڙو، ماڪائي پاڙو، ميمڻ پاڙو، پلنگ پاڙو وغيره.

**مزارون ۽ مقبرا:** شاهه ڪمال (محلو مسگر) پير عباس ۽ مسجد (ڪشمش پاڙو) محمود شاهه جي مزار (مسگر محلو) شاهه ڏنو مزار (مسگر محلو) بيبي قدم (مسگر محلو) لال شاهه بخاريءَ جي مزار (مسگر محلو) شاهه مبين جي مزار (شاهه مبين محلو) خواجه اشرف صفي جي مزار (شڪرالاهي محلو) شاهه لڏي جي مزار (ڪير بازار) يتيم مردان (واسواڻي مسجد) شاهه معظم ٻانگي جي مزار (واسواڻي محلو) شاهه حسين جو مقبرو (ميروشاهه جو تلاءُ) شاهه ابراهيم جيلاني جي مزار (تندسر محلو- ڪنيارن جي گهرن وٽ) ٽئين شاهه جو مقبرو ۽ چٽن شاهه جي مزار، شاهه ابراهيم (چاپائي محلو) ٽن ٻيبين جون مزارون (تندسر- چاپاٽي پاڙو) ميرو شاهه شيرازي (ميرو شاهه جو ڪوهه) لال چتو (تندسر) مخدوم قاسم (تندسر- ملاڪڙي جو پٽ) شاهه برهان جي مزار (تندسر- سوني منڊين جو پاڙو) شاهه حسين جيلاني (تندسر- چانگن جو ڳوٺ) بيبي راڻي (تندسر- عطارن جو پاڙو) حاجي سليمان جو مقبرو (تندسر- ٽڪائين جو پاڙو) شاهه ابراهيم جي مزار (مغل واڙو) بابو شاهه بودلو (مغل وارو- محل اگر) شاهه ڏني ايسار جي مزار (مغلواڙو- ايسار) شاهه البو (پٽڻ واري رستي تي) شاهه گوهر گنج (سهتيه- گور گنج) شمس تبريز ۽ ٻئي درويش جي مزار (گور گنج) محراب شاهه جي مزار (سهتيه- گورگنج) علي شاهه ناگائي (سهتيه- گورگنج) ننگر فقير جي مزار (اگر) شاهه عبدالواحد جيلاني (مظبوطن جي ڊپ) حسين شاهه بخاري (اگر) پير دادن شاهه ۽ ٻيون تربتون (مهدوي رضوي محلو) شاهه اسماعيل بخاريءَ جو مقبرو (اگر) لاڪي شاهه جي مزار (اگر) ابراهيم شاهه بخاريءَ جي مزار (اميرخاني قلعو) شاهه صدر لڪياري جي مزار (جامع مسجد جو دروازو- محلو اميرخاني) شاهه عبداللطيف (محلو اميرخاني) پير شاهه بخاري- شيخ فريد شڪرگنج (غلہ بازار) شاهه محمد مڪي (غلہ - بازار جو چيڙو- هن بزرگ جي مزار ڪچي قلعي حيدرآباد ۾ به آهي) شاهه حسين (غلہ بازار) شاهه مڪسين ۽ خاڪي شاهه (شاهي بازار) ابراهيم شاهه غازي (غلہ بازار) سيد اسماعيل (محلہ خواجه شڪر) ملوڪ شاهه. پير سيبائتو به تربتون گڏ (پلنگ پاڙو) پير آرڏو (تندسر- چانگ پاڙو) جاڙا پير به قبرون (مخدوم محمد هاشم جي گهروٽ) ٻيل شاهه (ڪدڙن جي مڙهيءَ وٽ) شاهه گل ۽ شاهه گهوٽ (جمالين جي گرائونڊ ۾) لال چتو (تار پاڙي ۾) شاهه بندر (هنومان مندر جي پاسي ۾ مڪلي جي دروازي وٽ) پير جڏڙو (مشهدي سيدن جي پاڙي ۾) وغيره.

**مسجدون:** مٿي ڄاڻايل پاڙن ۾ ڪيترين ئي مسجدون جوڙايون ويون. جن جا نالا ڏجن ٿا: (1) مسجد ولي نعمت، (2) جامع مسجد فرخ، (3) ميرڪن جي مسجد، (4) مسجد بزار اميربيگ، (5) مسجد محلا اگريا، (6) دابگير مسجد، (7) مسجد خضري، (8) اميرخاني مسجد، (9) شاهجهاني مسجد، (10) حفظ الله خاني مسجد، (11) تندسر محلا مسجد، (12) محلي ملوڪ شاهه واري مسجد، (13) مير عبدل علي واري مسجد، (14) محلا مسگرواري مسجد، (15) مسجد لڪي، (16) مسجد اسلام پور، (17) قمري مسجد، (18) ميان ناري واري مسجد، (19) حاجي محمد قائم مسجد، (20) مخدوم آدو مسجد، (21) مخدوم ابراهيم مسجد، (22) مخدوم محمد قاسم مسجد، (23) مخدوم ابوالقاسم نقشبندي مسجد، (24) مخدوم محمد هاشم مسجد، (25) مسجد مخدوم معين.

**حويليون:** ڪجهه رهائشي جايون جيڪي اڃا موجود آهن. (1) خسرو خان حويلي، (2) عرب ڪوڪي حويلي، (3) خشتي حويلي، (4) قاضي ابراهيم حويلي، (5) مزار فتح علي بيگ جو محل، (6) مرزا عظيم الدين جو بنگلو

**باغ:** (1) خواجه مير ابو تراب جو باغ، (2) سيد مير علي (ٻيون) باغ، (3) خورشيد باغ، (5) مشڪن باغ.

**چوڪ:** (1) ميدان جمله پير، (2) چوڪ ملڪ ميان، (3) چوڪ عبدالغني.

**بازارون:** (1) مرزائي بازار، (2) گودڙي بازار، (3) پٽي ست بازار، (4) گدا بازار، (5) غلہ بازار، (6) امير بيگ بازار، (7) بازار قصابان.

ٺٽو هن وقت سنڌ جو هڪ ضلعو آهي. هي حيدرآباد ڊويزن جي ڇهن ضلعن مان هڪ آهي. هن جي اتر ۾ ضلعو ڄامشورو ۽ ضلعو ڪراچي، اوڀر ۾ ضلعو حيدرآباد، ڏکڻ اوڀر ۾ بدين، ڏکڻ ۾ سجاول ۽ اولهه ۾ عربي سمنڊ آهي. ميرپورساڪرو، سجاول، ٺٽو، شاهه بندر، ڪيٽي بندر وغيره هن شهر جا مشهور تعلقا ۽ مشهور مقام آهن. هن ضلعي جي آبادي تقريباً ساڍن 11 لکن کان مٿي آهي. ٺٽي ۾ ڪيترائي عالم، شاعر، اديب، ڪاتب، عابد ۽ زاهد موجود آهن. ۽ هنرمند ماڻهن جي به ڪمي نه آهي، جيڪي پنهنجي هنر ۾ ڪمال رکن ٿا. هتي جيڪو سامان تيار ٿئي ٿو، اهو عراق ۽ انگريزن جي مال کان ڪنهن به طرح گهٽ نه آهي.

موجوده شهر سنڌ جي سما خاندان پنهنجي حڪمرانيءَ جي دوران 1340ع ڌاري پنهنجي دارالسلطنت طور مڪليءَ جي دامن ۾ آباد ڪيو هو. ان وقت سنڌو درياهه ٺٽي جي پر مان وهندو هو. سترهين صدي ۾ تجارت جي لحاظ سان هندستان جو ڪوبه شهر ٺٽي سان برميچي نه سگهندو هو. سنڌو درياهه جي رستي لاهور، ملتان، ۽ بکر مان ٻيڙين ۾ تجارتي قافلا ٺٽي ۾ پهچندا هئا. ارڙهين صديءَ ۾ ٺٽي تي زوال اچڻ شروع ٿيو. اوڻيهين صديءَ جي وچ ۾ هن جي آبادي ٽن لکن مان گهٽجي صرف سٺن هزارن تائين وڃي پهتي. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ هن شهر بيهر ترقي ڪئي. ٺٽو شهر ڪراچيءَ کان 100 ڪلوميٽر ۽ ڪوٽڙيءَ کان 90 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي آهي. هرقسم جي اچ وڃ جو ذريعو بسون، ڪوچ، ويگنون وغيره آهن. ٺٽي جي ويجهو ريلوي اسٽيشن جنگشاهي آهي، جيڪا ٺٽي کان 13 ميلن پنڌ تي آهي. هتي ڪنڊ جا پنج ڪارخانا آهن: ديوان شگرملز، ٺٽو شگر ملز، الآصف شگر ملز، شاهه مراد شگر مل ۽ لاڙ شگر مل. هتي هڪ سيمينٽ فيڪٽري ٻڻ آهي، جنهن سان هزارين ماڻهن جو روزگار وابسته آهي. ٺٽو، ڪراچي شهر ۾ استعمال ٿيندڙ پاڻيءَ جي 60 سيڪڙو گهرج پوري ڪندو آهي. ڪراچيءَ کي اهو پاڻي هاليجي ڍنڍ ۽ ڪينجهر مان ڏنو ويندو آهي. انهيءَ مقصد تحت گهاري ۾ هڪ فلٽر پلانٽ نصب ڪيو ويو آهي. ڪپهه، ڪمند، ڪيلو، ڪڻڪ ۽ چانور هتي جي اهم زرعي پيداوار آهن. ڪوٽڙي بئراج جون چار نهرون هنين کي سيراب ڪنديون آهن. هي ضلعو معدني دولت سان به مالا مال آهي. مڪليءَ جي ويجهو تقريباً 20 ڪروڙ ٽن ڳُن جي پٿر جو ذخيرو دريافت ٿيو آهي، جيڪو ڪراچي اسٽيل مل ۾ استعمال ٿئي ٿو.

2008ع واريـن چونڊن ۾ ٺٽي ضـلعي مـان عبدالواحد سومرو ۽ اياز شـاهه شيرازي ايم. اين. اي چونڊيا ويا، جڏهن ته سنڌ جي ثقافت کاتي جي وزير سسئي پليجو، صادق علي شاهه (مرحوم عبدالجليل ميمڻ جي وفات بعد چونڊيل)، شاهه حسين شاهه شيرازي، محمد علي ملڪاڻي ۽ محمد عثمان جلباڻي، صوبائي اسيمبليءَ جا ميمبر چونڊيا ويا.

**ٺٽو ضلعو هڪ نظر ۾** (ڪتاب): هي ڪتاب محمد صديق پاٽوليءَ جو ترتيب ڏنل آهي. جيڪو 1980ع واري ڏهاڪي ۾ ٺٽي جو اطلاعات آفيسر هو. هـن پنهنجي ملازمـت دوران ٺٽي بابت جيڪي انگ اکر گڏ ڪيا، تن کي ترتيب ڏئي ڪتـابي صـورت ۾ شـايع ڪرايـائين. هـن ڪتـاب ۾ ٺٽي جي مختصـر تـاريخ ضـلعي ايراضـي، آدم شـماري، مُک قبيلن، ذاتين ڪانسواءِ ٽپن، تعلقن، ٿاڻن، ريلوي اسٽيشنن، پوليس چونڪين روڊن، شهرن، ڳوٺن ۽ ديهن جو احوال ڏنل آهي. هـن ڪتـاب ۾ سرڪـاري رڪارڊ مطابق انگ، اکر ۽ مختلف جاين جون




تصويرون به آهن. هن ڪتاب ۾ سنڌيءَ سان گڏ مختصر طور اردو ۽ انگريزي ۾ مواد شامل آهي. ڊيمي سائيز 80 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب ليکڪ پاڻ 1985ع ۾ شايع ڪرايو هو.

**ٺٽوي، ابراهيم قاضي**: ابراهيم قاضي ٺٽوي، شاهجهان دور جو مشهور عالم، فاضل، شاعر ۽ مصنف ٿي گذريو آهي. هي پنهنجي قابليت جي ڪري شاهجهان جي دربار ۾ وڏي مرتبي کي پهتو ۽ شاهه جهان آباد (دهلي) جو مفتي ۽ لشڪر جو قاضي مقرر ٿيو ان کان پوءِ ٺٽي جو امين الملڪ مقرر ٿي پنهنجي وطن ڏانهن واپس آيو. چيو وڃي ٿو ته پنهنجي اچڻ کان اڳ ۾ ٺٽي ۾ ڏيڍ لک رپيا خرچ ڪري رهڻ لاءِ محل تيار ڪرايو هئائين. جڏهن هن ۾ داخل ٿي جاءِ جو معائنو ڪيائين، تڏهن ڪيس محل بلڪل ناپسند آيو ۽ چيائين ته ڪاريگرن کي اها جاڻ ڪانه هئي ڇا ته ڪيراچي هن محل ۾ رهندو؟ هي محل ته منهنجي موريز کان چگو نه آهي! جنهنڪري انهيءَ جاءِ کي مٽيءَ جو ڍير بڻائي ڇڏيائين. انهيءَ محل جا ڏڙا ٺٽي ۾ اجا تائين موجود آهن. انهي واقعي مان قاضي صاحب جي طبيعت جو اندازو ڪري سگهجي ٿو.

ٺٽي ۾ هو جيڪو به وقت رهيو، سو نهايت عزت سان رهيو. ٺٽي جو حاڪم (گورنر) هفتي ۾ هڪ ڏينهن سندس بنگلي ۾ اچي عام ڪچهري ڪندو هو ۽ پاڻ به ڪڏهن گورنر وٽ ويندو هو. سندس تصنيفن ۾: (1) شرح مخزن الاسرار، (2) جلاء الاذهان في تفسير القرآن ۽ (3) لطائف الاخبار في سيرة النبي المختار آهن.

**ٺٽوي، امام بخش شاهه "فدوي"**: سيد امام بخش شاهه جو تخلص "فدوي" هو. پاڻ رضوي ۽ مهدوي هو. هو ٺٽي جي قديم رهاڪن ۽ مڪليءَ جي مشهور اولياء سيد محمد يوسف جي خاندان مان هو. مير غلام مرتضيٰ شاهه "مرتضائي" سندس ويجهن عزيزن ۽ شاگردن مان هو. اهو "فدوي" جي صحبت جو اثر هو جو مرتضائي سنڌيءَ ۾ شعر چوندو هو. زمان شاهه "ساقي" جو والد مير ميرزا شاهه به سندس عزيز هو. فدوي جوانيءَ ۾ تپيدار هو ۽ جهرڪ، ڪيٽي بندر، گهوڙاٻاڙي وغيره ۾ نوڪريءَ جي سلسلي ۾ رهيو هو. 1859ع ۾ نوڪري ڇڏي پنهنجي زمين سنڀالڻ لڳو. هن جي هڪڙي ڀني جي ٽڪر ۾ ڪي ٻيا پائيوار به هئا، جي سندس زمين ڪايو پئي ويا. فيصلو ان وقت جي ڪاردار ڪيمچند وٽ ويو، جو ڪين جو چگو مڙس چاهه مهرعلي ٻيءَ ڏر جي پاسي هو، پر ڪيمچند فيصلو فدويءَ جي حق ۾ ڪيو.

مشهور شاعر غلام محمد شاهه "گدا" سان پاڻيهي هئس، هو جڏهن به حيدرآباد ويندو هو ته "گدا" جو مهمان ٿيندو هو. فدويءَ جي ديوان ۾ به ٽي منظوم خط گدا ڏانهن لکيل آهن.

مير حسن علي خان "حسن"، مير عبدالحسين سانگيءَ ۽ مير الله بخش شهداداڻيءَ سان به فدويءَ جو نيازمنديءَ جو رستو هو. سندس ديوان ۾ ٽنهي جي مدح ۾ قصيدا ملن ٿا. فدويءَ جي ڄمڻ ۽ وفات جي تاريخ جو پتو نٿو پوي، سندس ديوان ۾ 1303هه/1895ع تائين قطع تاريخون ملن ٿيون، جن مان معلوم ٿئي ٿو ته هن جي وفات 1303هه/1895ع کان پوءِ ٿي آهي. فدوي پنهنجي دور جو نه صرف پارکو شاعر هو پر پنهنجي دور ۾ سنڌيءَ جي اهم شاعرن مان هو. مخدوم محمد ابراهيم "خليل" هن لاءِ لکي ٿو "طبع روان هئس، پر گهڻو سنڌي ڪلام ڏانهن مائل هو ۽ سنڌيءَ ۾ مرثين ۽ مناقبن ۾ گهڻو ڪلام ائس. ڪڏهن ڪڏهن پارسيءَ ۾ به شعر چوندو هو." فدوي ٺٽي جو پهريون شاعر آهي جنهن سوچي سمجهي، شعوري طرح سنڌي شاعريءَ ڏانهن وک وڌائي.

**ٺٽوي، امين الدين خان حسين:** مير امين الدين ولد مير ابوالمڪارم مشهود ولد مير ابوالبقا امير خان. علم ۽ اميريءَ جي هڪ وڏي خاندان جو فرد هو. ڪلهوڙن جي زماني ۾ حڪومت جي اختيارن سان گڏ علمي شغل هميشہ جاري رکندو آيو. تحفة الڪرام ۾ هن بابت لکيل آهي تہ:"وڏي مرتبي وارو امير هو. سندس گهڻو وقت ڪتابن جي مطالعي ۽ عالمن جي صحبت ۾ گذريو." شروعات ۾ ميان يار محمد ڪلهوڙي جي زماني ۾ ڪيس خانپور (شڪارپور)۾ جاگير هئي ۽ اهو سارو علائقو سندس سنڀال هيٺ آيل هو ان کان پوءِ هو دهليءَ جي مغليہ سلطنت پاران 1114ھ/1702ع ۾ ٺٽي جو گورنر مقرر ٿيو ۽ ڪم کي نهايت سهڻي انتظام سان هلايائين."

هن جي تصنيفن ۾ هيٺيان ڪتاب شامل آهن:

1. رشحات الفنون: هن ڪتاب ۾ 14 علمن جو اختصار ڏنل آهي.
2. معلومات الافاق: هن ڪتاب ۾ دنيا جي عجائبات ۽ نادر واقعات جا بيان آهن.

**ٺٽوي، حافظ ابراهيم:** حافظ ابراهيم ٺٽوي، ٺٽي جو مشهور عالم ۽ فاضل ٿي گذريو آهي. هو ٺٽي ۾ پڙهيو ۽ قرآن جو حافظ ٿيو ۽ نالو ڪڍيائين. تحفة الڪرام ۾ سندس باري ۾ هن ريت احوال ملي ٿو، "علم جي فيض ڪري ايڏي ترقي ڪيائين جو شهزادي دارا شڪوه ولد بادشاهہ شاهجهان جو استاد مقرر ٿيو ۽ زماني ۾ ڏاڍو نالو ڪڍيائين. تاريخ وفات جو مقرر سال معلوم نہ آهي مگر شاهجهان جو زمانو يارهين صدي هجري آهي، جنهنڪري هي بزرگ بہ انهيءَ صديءَ جي بزرگن مان آهي."

**ٺٽوي، حسين شاهہ مراد شيرازي:** سيد حسين پٽ احمد پٽ سيد محمد شيرازي ٺٽوي وقت جو ولي ڪامل، عالم ۽ عامل هو. سندس ڏاڏو سيد محمد شيراز مان هجرت ڪري سنڌ ۾ آيو. سيد حسين، ٺٽي ۾ 12 ربيع الاول 831ھ/ 1427ع ۾ ڄام فتح خان سمي جي دور حڪومت ۾ پيدا ٿيو. ڇئن سالن جي ڄمار ۾ سندس والد ڪيس مدرسي ۾ پڙهڻ لاءِ ويهاريو، هو ذهين شخص هو. ظاهري ۽ باطني علمن جو ننڍيءَ ڄمار ۾ ئي حصول ٿيس. ڏهن سالن جي ڄمار ۾ جامع مسجد ٺٽي جي منبر تي قرآن ۽ حديث شريف مان وعظ ڪري ماڻهن کي حيران ڪري ڇڏيائين. سيد حسين جي ولادت کان اڳ ۾ شيخ عيسيٰ ساموئي ۽ ٻين ڪيترن ڪاملن هن لاءِ پيشنگوئيون ڪيون هيون. جن جي بنياد تي ٺٽي جي مشهور عالم قاضي نعمت الله عباسيءَ پنهنجي نياڻي سيد احمد کي پرڻائي ڏني هئي. سندس مجلس ۾ هميشہ تفسير ۽ حديث جو ذڪر رهندو هو. سنت جو ايڏو تابع هو جو حضور جن جي پيرويءَ ۾ محلي واري مسجد ۾ هڪ صفو ٺهرايائين، جتي الله جي طالب مسڪينن جي هڪ ٽولي رهندي هئي، جن کي 'اصحاب صفہ' سڏيو ويندو هو ۽ سندن نگراني ۽ پرداخت سندس وڏي ڀاءُ سيد عليءَ جي حوالي هوندي هئي. نماز تهجد هڪ سؤ رڪعتون ادا ڪندو هو. سندس جوانيءَ جو عروج ڄام نظام الدين سمي سنڌ جي عادل حاڪم جو زمانو هو. سندس عقيدتمندن ۾ هڪ روايت مشهور آهي تہ هڪ دفعي برسات نہ پوڻ ڪري ڏڪار جو سخت انديشو ٿي پيو سيد صاحب کي ڄام نظام الدين دعا لاءِ عرض ڪيو ۽ پاڻ شهر کان ٻاهر نڪري دعا گهريائون تہ زبردست برسات شروع ٿي وئي.

سندس صحبت ۽ فيض مان سوين فقير ۽ خليفا ڪشف ڪرامت جا مالڪ ٿيا. سنڌ جي عادل بادشاهہ ڄام نظام الدين سمي سندس مريد ٿيڻ چاهيو تہ ڪيس چيائين:"دولتمندن سان اسان درويشن جو ڪهڙو واسطو؟ تون ملڪ جو گشت ڪري مظلومن جي فرياد ٻڌ ۽ مخلوق خدا سان انصاف ۽ عدل ڪري الله کي راضي رک." ڀهرئين ربيع الاول 893ھ مطابق 1487ع ۾ سومر ڏينهن ظهر جي وقت هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪيو. ڀويان 3 فرزند ڇڏيائين. (1) سيد منبصور، (2) سيد نعمت الله ۽ (3) سيد حماد. سيد منصور گاديءَ تي ويٺو هن شيرازي خاندان جا سادات هن وقت ٺٽي ۾ موجود آهن.

**ٺٽوي، درويش منو:** درويش منو ٺٽوي هڪ اڻ پڙهيل هو پر جڏهن هو مخدوم نوح جي خدمت ۾ پهتو تڏهن ان تي ظاهري ۽ باطني علمن جا دروازا کلي ويا، اڳتي هلي هي اڻ پڙهيل فقير جڏهن قرآن شريف، تفسير ۽ شريعت طريقت جي علمن جو بيان ڪندو هو تڏهن وڏا وڏا عالم هن جي بيان تي حيران ٿي ويندا هئا ۽ هر ديني مسئلو هن کان حل ڪرائيندا هئا.

ٺٽي ۾ ان وقت هڪ وڏو عالم قاضي احمد رهندو هو جنهن کي ماڻهو امام اعظم ثاني چوندا هئا. ان کي جڏهن منو درويش جي خبر پئي تڏهن "قصيده برده" جا ٻہ ڏکيا بيت اچي درويش منو جي آڏو پڙهيائين ۽ چيائين تہ انهن جو مطلب بيان ڪريو؟ درويش منو انهن ٻنهي بيتن جو علم معاني، صرف و نحو ۽ لغت جي مطابق مطلب ٻڌايو. قاضي احمد اهو ٻڌي اچرج ۾ پئجي ويو ۽ درويش صاحب جو معتقد ۽ مريد ٿي ويو. درويش منو ٺٽوي "جامع فرخ" ۾ گهڻو وقت گذاريندو هو ۽ ان جي رهڻ جو مڪان ٺٽي جي آگري محلي ۾ هو. ماڻهو سيد علي شيرازيءَ جو ميلو ختم ڪري پوءِ هن وٽ اچي حاضر ٿيندا هئا. هو اڪثر پنهنجي نالي بابت هي لفظ چوندو هو. منهنجي نالي مٿان پيش ڏنو وڃي (يعني وڏائي) تہ مُنو ٿي ويندس يعني بدبخت ۽ بدحال، اگر مٿان زبر ڏني وڃي (يعني خيال خودي) تہ مَنو ٿي ويندس يعني "بڇڙو" ۽ اگر هيٺان زير ڏني وڃي (يعني عجز انڪساري) تہ مِنو ٿي ويندس يعني شيرين. هن جي قبر مڪلي تي پير آسات جي ڏاکڻ هيٺان ۽ بهاءِ الدين گوڏڙيي جي پير ۾ آهي. هي درويش يارهين صديءَ جي عالمن مان هو.

**ٺٽوي، رضي الدين فدائي:** مير رضي الدين ٺٽوي، مير ابوالمڪارم شهود ٺٽوي جو ٻيو نمبر پٽ هو. مير رضي الدين جو تخلص فدائي ۽ فدا هو. مقالات الشعرا ۾ مير علي شير قانع ٺٽوي لکي ٿو تہ، "مير رضي پنهنجي وقت جو ڪامل شاعر هو. تخلص فدائي هو ۽ صاحبِ ديوان هو. سندس شعر ظاهري ۽ باطني ڪمالات سان لبريز آهي." مير رضي الدين فدائي جي ڪلام تي ناصر علي سرهنديءَ جو وڏو اثر هو ۽ ٻئي همعصر هئا. هي پنهنجي بزرگن وانگر هندستان ايندو ويندو هو. سندس انتقال 1120ھ/1708ع ۾ ٿيو مير رضي کي هڪ پٽ مير حيدر الدين ابوتراب ڪامل ٺٽوي هو. جيڪو پڻ پيءُ ۽ پنهنجن بزرگن وانگر نامور شاعر ۽ اديب هو. تذڪره اميرخاني ۾ پير حسام الدين راشدي لکي ٿو تہ، "ممڪن آهي تہ مير رضي جا ناصر علي سرهنديءَ سان دوستيءَ يا شاگرديءَ جا تعلق هجن، ٻئي همعصر هئا."

**ٺٽوي، سيد احمد:** سيد احمد ٺٽوي جو پيءُ سيد محمد انجوي شيرازي 786ھ/1384ع ۾ سنڌ پهتو، ان وقت ڄام صلاح الدين سمي جي سنڌ ۾ حڪومت هئي، هي بزرگ منڇر جي ڪناري مرادِ اوٺي جي ڳوٺ ۾ اچي رهيو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين. ان کانپوءِ هن جي پٽ سيد احمد ٺٽوي ماڻهن جي ڪشش سبب اها جاءِ ڇڏي ٺٽي ۾ اچي آباد ٿيو ۽ قاضي نعمت الله عباسيءَ جي ڌيءَ سان شادي ڪيائين. هن کي چار پٽ ٿيا جن مان سيد محمد حسين عرف شاهہ مراد شيرازي تمام گهڻو نامور ٿيو. سيد احمد ٺٽوي

هڪ الله لوڪ بزرگ هو ۽ الله وارن جي صحبت ۾ هوندو هو. ٺٽي جي ويجهو ساموئي شهر ۾ هڪ بزرگ شيخ عيسليٰ لنگوٽي رهندو هو. سيد احمد ان سان ملاقات لاءِ ويندو رهندو هو. هڪ دفعو سيد احمد، شيخ عيسليٰ سان ملاقات لاءِ ويو ته ان وقت شيخ وٽ شهر جو مشهور عالم قاضي نعمت الله عباسي ويٺو هو. شيخ صاحب، سيد احمد جي تعظيم واسطي اٿيو پر قاضي صاحب نه اٿيو. اها ڳالهه سيد احمد کي ناگوار لڳي ۽ رنجيده ٿي گهر هليو ويو. قاضي نعمت الله جڏهن پنهنجي گهر پهتو ته نظر کان محروم ٿي ويو. ان بابت قاضي جي ڌيءَ کي خواب ذريعي سيد احمد خان جي ناراضپي جي خبر پئي، جنهن کانپوءِ قاضي نعمت الله پنهنجي ڌيءَ جي شادي سيد احمد سان ڪري خوشنودي حاصل ڪئي. سيد احمد کي چار پٽ ٿيا. (1) سيد علي ٺٽوي، (2) سيد جعفر ٺٽوي، (3) سيد محمد شريف ٺٽوي ۽ (4) سيد محمد حسين عرف شاهه مراد شيرازي ٺٽوي. ٺٽي جا شيرازي سادات شاهه مراد شيرازي ٺٽوي جي اولاد آهن. سيد احمد ٺٽوي 1 محرم الحرام 845 هه/22 مئي 1441ع ۾ وفات ڪئي ۽ ان جو مقبرو مڪلي تي عباسي قاضين جي قبرستان ۾ آهي.

**ٺٽوي سيد جلال شيرازي**: عابد، زاهد، فاضل سيد جلال ولد سيد علي بن سيد احمد شيرازي ٺٽوي، جڏهن ڄائو ته سيد علي پنهنجي پاءُ سيد حسين وٽ هي ٻارڙو کڻي حاضر ٿيو. سيد صاحب دعا فرمائي ته هي نينگر وڏو نامور ٿيندو ۽ اُن جو اولاد وري ڪانئس به وڏي نالي وارو ٿيندو. سيد جلال شروع جوانيءَ جو زمانو ديني علمن ۾ صرف ڪيو. تفسير ۽ حديث ۾ وڏي مهارت حاصل ڪيائين. اڳتي هلي زهد ۽ رياضت ۾ ايڏو ڪمال حاصل ڪيائين، جو تارڪ دنيا ٿي، فقط ياد خدا ۾ مشغول رهيو. سندس اولاد مان سيد علي شيرازي ثاني، ايڏو نامور ٿيو جو سمورو ملڪ هن جي ظاهري ۽ باطني سخا سان فيضياب ٿيو. سيد جلال 66 سالن جي ڄمار ۾ 903هه/1497ع ۾ هن دارفاني مان رحلت فرمائي.

**ٺٽوي، سيد ضياءُالدين 'ضيا'** : سيد ضياءُالدين'ضياء' ولد سيد مير عزت الله شڪرالاهي. هي بزرگ ٺٽي جي مشهور شاعر ۽ فاضل سيد مير علي شير قانع جو سڳو ۽ ننڍو ڀاءُ هو. تحفة الڪرام ۾ مير قانع پنهنجن ڀائرن جي بيان ۾ پاڻ کي چوٿون نمبر ۽ ضياءُالدين کي ڇهون نمبر ڄاڻايو آهي. ڀائنجي ايئن ٿو ته هن مير قانع جي هن دنيا مان رواني ٿيڻ بعد شعر شاعري ڏانهن ڌيان ڏنو. سيد ضياءُالدين فارسيءَ ۽ اردوءَ جو وڏو شاعر ٿي گذريو آهي. سندس فارسي غزليات جو هڪ مڪمل ديوان، بي ترتيب صورت ۾ موجود آهي. اهڙيءَ طرح هندي يا انهيءَ زماني جي اردو زبان ۾ هن غزلن جو هڪ ديوان به مرتب ڪيو. "هير رانجها" جي عشقيه قصي کي مثنويءَ جي صورت ۾ تيار ڪيائين. سيد ضياء جي ڪلام مان معلوم ٿئي ٿو ته سنڌ جي ٽالپر حاڪمن مان هو مير ٺاري خان ميرپورخاص واري جو درٻاري شاعر هو ۽ قصو "هير رانجها"سندس نالي منسوب ڪيو اٿس. سيد ضياءُالدين جي وفات 13 ذوالقعد 1229هه/ 1813ع ۾ ٿي ۽ کيس پنهنجي خانداني مقبري ۾ مڪليءَ تي دفن ڪيو ويو.

**ٺٽوي، سيد عبدالرشيد**: ٺٽوي عبدالرشيد بن عبدالغفور حسيني ٺٽوي وقت جو وڏو عالم، فاضل ۽ شاعر هو هن شاهجهان بادشاهه جي نالي سان منسوب هڪ عربي لغت "منتخب اللغات" لکي جيڪا تمام گهڻي مشهور ٿي ۽ گهڻائي دفعا شايع ٿي، ان لغت کانسواءِ فارسي لغت "فرهنگ رشيدي" پڻ تمام گهڻي مشهور آهي، جيڪا ويجهڙائي ۾ ايران مان پڻ شايع ٿي چڪي آهي. ان کانسواءِ علم مناظري تي ان جو هڪ رسالو عربي زبان جي نصاب ۾ داخل آهي. سيد عبدالرشيد هڪ وڏو شاعر هو ان هڪ طويل قصيدي ۾ پنهنجي علميت ۽ علوم جي طرف اشارو ڪيو آهي، اهو قصيدو "مقالات الشعرا" ۾ موجود آهي. شعر و شاعري جي ميدان ۾ هن کي قطعه تاريخ جي فن ۾ وڏي مهارت حاصل هئي. شاهجهان کانپوءِ عالمگير جڏهن تخت تي ويٺو تڏهن عبدالرشيد هن آيت مان تاريخ جلوس حاصل ڪئي.

"واطيعو الله واطيعو الرسول واولي الامر منکم"

(1069هه)1658ع

عبدالرشيد ٺٽوي عالمگير جي دؤر ۾ ٺٽي مان دهليءَ پهتو ۽ اتي وڏو مرتبو حاصل ڪيائين. هن عظيم شاعر ٻارهين صدي هجري ۾ وفات ڪئي.

**ٺٽوي، سيد علي ثاني**: سيد علي بن سيد جلال بن سيد علي بن سيد احمد ٺٽوي شيرازي. سيد حسين شاهه، مراد جو پاڻيٽو پنهنجي چاچي ولي ڪامل سيد حسين جي حياتيءَ ۾ پيدا ٿيو جڏهن سندس والد پنهنجي ڀاءُ سيد صاحب کان ٻارڙي لاءِ دعا گهرائي ته هن چيو: "او ڀائي، ڏئيس وڏي ڄمار" يعني ته منهنجا ڀاءُ الله تعاليٰ کيس وڏي حياتي بخشيندو. سيد علي ثانيءَ ٺٽي ۾ ئي تعليم حاصل ڪئي ۽ خانداني ورد وظيفا پنهنجي چاچي ۽ والد کان حاصل ڪيائين. ان کان پوءِ ٺٽي جي مشهور مجذوب فقير آچر جو معتقد ٿي رهيو. جنهن وٽان گهڻو ڪجهه فيض حاصل ڪيائين. فقيرآچر جي وفات کان پوءِ مخدوم نوحؒ جو معتقد ۽ مريد ٿي رهيو. هن ڪيترائي حج ڪيا. حرمين شريفين ۾ عرب ۽ عجم جا ڪيترا ماڻهو سندس مريد ۽ معتقد ٿيا. روايت آهي ته هن وٽان حج جي سفر ۾ ايتريون گهڻيون ڪرامتون ظاهر ٿينديون رهيون، جنهن جو شمار ڪري نه ٿو سگهجي. هو وڏو سخي مرد هو. ڪو به وٽس ايندو هو، ته بروقت موجود سڀ ڪجهه راهه خدا ۾ ڏئي ڇڏيندو هو.

ترخان گهراڻي جي راڄ جو زمانو هو. مرزا محمد صالح ولد مرزا عيسيٰ خان ترخان پنهنجي نياڻي سيد عليءَ جي فرزند سيد جلال ثانيءَ جي نڪاح ۾ ڏني هئي، جنهنڪري شاهي خاندان سان سندس رشتيداريءَ وارو تعلق پڻ هو. مرزا محمد باقيءَ جهڙو جابر بادشاهه سندس معتقد هو. مڪليءَ جي ٽڪريءَ تي شيخ پرڪئي مجذوب جي ڏنڏن کي ڏسي مرزا باقي سيد علي شيرازي ڏانهن رجوع ٿيو.

شيخ رضائي ٺٽوي مثنوي "زيبا و نگار" ۾ لکيو آهي ته علي شيرازي لس ٻيلي ڏانهن سسئيءَ جي قبر ڏسڻ ۽ ڪشف جي رنگ ۾ سندس حالت ڄاڻڻ لاءِ سفر ڪيو. جتي هن کي ٻنهي (سسئي ۽ پنهون) سان روحاني ملاقات ٿي، رضائي مثنوي ۾ ملاقات جو تفصيل به آندو آهي. سيد علي عربيءَ جو وڏو عالم هو، هن حرمين جي مريدن لاءِ عربي زبان ۾ هڪ "رسالہ آداب المريدين" لکيو، جنهن جو سال تصنيف 954هه /1547ع آهي.

مير معصوم لکي ٿو ته: "سيد علي علم، هنر ۽ سخاوت ۾ ڪمال جو مالڪ هو هر سال ربيع الاول جي شروع ۾ 12 ڏينهن تمام گهڻا کاڌا ۽ طعام تيار ڪرائي فقيرن ۽ درويشن کي کارائيندو هو.

**ٺٽوي، سيد لطف علي شڪر الاهي**: سيد حاجي لطف علي شڪر الاهي ٺٽوي مير علي شير قانع جي خاندان مان فارسي عربي زبانن جو فاضل ۽ هڪ اهل قلم بزرگ ٿي گذريو آهي. سنڌ ۾ انگريزي سلطنت جي

شروعات ۾ جن عالمن کان انگريزن پنهنجي حڪومت مضبوط بنائڻ ۾ ڪم ورتو، تن ۾ هي صاحب به شامل هو. ڪراچيءَ جي ڪليڪٽر ميجر هينري پريڊيءَ سان تمام گهاٽا لاڳاپا هئس. انهيءَ زماني ۾ پگهار تمام گهٽ هوندا هئا پر سيد صاحب جو ان وقت به پگهار ه سؤ پنج رپيا مقرر هو. 1856ع ۾ ميجر پريڊي جي سفارش سان سيد صاحب جي اسلامي ملڪن جي سياحت لاءِ 12 مهينا موڪل سنڌ جي ڪمشنر مسٽر فريئر منظور ڪئي ۽ ان سان گڏ عربي، فارسي ۽ انگريزي زبانن ۾ ڪيس سفارش نامو يا پاسپورٽ به ڪمشنرجي دستخط سان ڏنا ويا ته جيئن عراق ۽ عرب جي سياحت واري زماني ۾ ڪيس ڪابه تڪليف نه رسي. سيد لطف علي ڪراچيءَ مان روانو ٿي خليج فارس جي بندرگاهن تان ٿيندو بصري، بغداد، نجف ۽ ڪربلا مان ٿيندو يمن جي بندرگاهن جي سياحت ڪندو اچي حجاز مقدس ۾ پهتو. ان کان پوءِ جڏهن ڪراچيءَ ۾ وارد ٿيو، تڏهن انهيءَ سفر ۽ سياحت جي روزنامچي کي مسٽر فريئر جي حڪم موجب فارسي زبان ۾ "تحفة الباصرين" جي نالي سان جمع ڪيو ويو، جو سرڪاري خرچ سان ڇاپجي پڌرو ٿيو.

ڪتاب جي تصنيف جو سال 1273هه/1856ع آهي. سيد صاحب جي وفات جو سال معلوم نه ٿي سگهيو آهي.

**ٺٽوي، سيد منصور**: سيد منصور ٺٽوي وڏو عالم، عامل ۽ ولي ڪامل ٿي گذريو آهي. هر هفتي جامع مسجد ٺٽي ۾ قرآن شريف جو شروع کان وٺي ترجمو ۽ تفسير بيان ڪندي آخر وڃي 'والناس' (آخري حرف) تائين پهچائيندو هو ۽ ان ۾ ڪيترو به وقت خرچ ٿئي، ان کان پوءِ وري مُنڍ کان قرآن جو ترجمو جماعت کي شروع ڪرائيندو هو. گهڻو ڪري صائم الدهر ۽ چادر جي جهنڊ ۾ رهندو هو. نماز جو ايڏو پابند هو، جو ڪڏهن به جماعت کان سواءِ نماز نه پڙهيائين. پنهنجي والد جي نقش قدم تي قائم رهيو. سنڌ جي عادل بادشاهه جام نظام الدين جڏهن سن 914هه/ 1508ع ۾ وفات ڪئي ته سندس جنازي نماز به سيد منصور کان ادا ڪرائي وئي، جو وقت جو وڏو متقي ۽ پرهيزگار هو. سيد منصور ٺٽويءَ 80 ورهين جي ڄمار ۾ 15 رجب المرجب سن 968هه/1510ع ۾ وفات ڪئي.

**ٺٽوي، شاهه اسماعيل صوفي**: سندس اصل نالو اسدالله عرف شاهه اسماعيل صوفي ولد شاهه نعمت الله ولد شاهه محمد يوسف ولد شاهه محمد يعقوب ولد شيخ شاهه ابوالقاسم هروي هو. هن بزرگ جا وڏا هرات مان ٺٽي ۾ اچي مقيم ٿيا. هن خاندان جا بزرگ صاحب تقويٰ ۽ ڪماليت جا ٿي گذريا آهن، جن مان شاهه اسماعيل وقت جو وڏو بزرگ، ڪرامتن ۽ وڏي ڪمالات جو مالڪ هو. هندستان مان شاهه عاشق الله نالي هڪ وحدةالوجودي صوفي ٺٽي ۾ آيو ۽ ڪانئس ان کان تصوف جو فيض حاصل ڪري خلافت جو خرقو ورتائين ۽ هن جا شاهه عنايت صوفي جهوڪ واري سان دوستي ۽ اخلاص جا گهاٽا تعلقات هئا. شاهه اسماعيل صوفي گهڻو ڪري مثنوي روميءَ جو درس ڏيندو هو روايت مشهور آهي ته هڪ ڏينهن درس ڏيندي اوچتو ٿي سندس حالت خراب ٿي وئي ۽ سندس سموري بدن تي چهبڪ جي ڏڪن جا اثر ظاهر ٿيڻ لڳا، هڪدم وڏي چادر گهرائي بدن تي اوڍيائين. آخر معلوم ٿيو ته ٺٽي جي ڪوٽواليءَ ۾ ڪنهن ڏوهاري کي ڦٽڪن جي سزا ملي رهي هئي، جنهن جو اثر شاهه صاحب جي بدن تي ظاهر ٿي رهيو هو. شاهه اسماعيل صوفي عام ماڻهن جو خدا ڪارڻ علاج به ڪندو هو بعض حالتن ۾ مرڻ جي ويجهو ماڻهن لاءِ دوا وٺڻ لاءِ ايندا هئس ته علاج اهڙو ڪندو هو جو اُهي بيمار ڇڱا ڀلا ٿي پوندا هئا.

سندس خاص مريدن مان شاهه عبداللطيف صوفي ۽ شاهه محمد مسعودي ولهاري آهن. شاهه اسماعيل ڪڏهن ڪڏهن صوفياڻي انداز ۾ شعر به چوندو هو. ٻارهين صديءَ جي وچ ڌاري وفات ڪيائين.

**ٺٽوي، شاهه عبداللطيف صوفي**: وحدت الوجود جو قائل ۽ تصوف ۾ هڪ وڏي جماعت جو مرشد، اسماعيل صوفي ٺٽويءَ جو دوست ۽ مريد وڏو بزرگ ٿي گذريو آهي. مشهوري ڪان پڄنڌڙ ۽ وڏين ڪرامتن جو مالڪ، مخدوم معين ٺٽويءَ جي دوستن مان هو. هڪ دفعي مخدوم محمد معين سندس ملاقات لاءِ آيو موسيقيءَ يا راڳ بابت گفتگو ڇڙي پئي. صوفي عبداللطيف مخدوم عرض ڪيو ته راڳ جي علم جي مون کي به ڪافي ڄاڻ آهي ۽ پوءِ پاڻ اهڙي سهڻي انداز ۾ ڳايائين، جو حاضرين حيران رهجي ويا. ماڻهن جي دلين تي هڪ عجيب ڪيفيت ڇانئجي وئي. ڪڏهن ڪڏهن فارسيءَ ۾ شعر به چوندو هو. سندس وفات جو سال معلوم نه ٿي سگهيو آهي، پر سندس هم عصرن کي مدنظر رکي ڪيس ٻارهين صدي هجريءَ جي صوفياءِ ڪرام ۾ شمار ڪري سگهجي ٿو.

**ٺٽوي، شڪرالله شِيرازي**: سيد شڪرالله جا وڏا هڪ وقت شيراز مان نقل مڪاني ڪري هرات ۾ اچي رهيا هئا. هو 906هه/1500ع ۾ هرات مان لڏي قنڌار ۾ اچي مقيم ٿيو علمي خاندان هئڻ سبب هو مختلف علمن جو ڄاڻو ۽ وڏي مرتبي وارو هو. مرزا شاهه بيگ ارغون انهيءَ زماني ۾ قنڌار جو حاڪم هو ۽ هنن جا پاڻ ۾ گهاٽا لاڳاپا هئا. مرزا شاهه بيگ جڏهن قنڌار ڇڏي، سنڌ تي ڪاهيو ته سيد صاحب کي گذارش ڪيائين ته هو ٺٽي ۾ هلي رهي، اهڙي طرح 927هه/1520ع ۾ هي بزرگ ٺٽي ۾ اچي مقيم ٿيو. سنڌ جي فتح کان پوءِ شاهه بيگ ارغون سٽت ئي لاڏاڻو ڪري ويو. سندس پٽ مرزا شاهه حسن سيد صاحب کي ٺٽي جو قاضي مقرر ڪيو هن شرعي فيصلن ۾ نالو ڪييو.

مرزا شاهه حسن قاضي شڪرالله جي انصاف پروريءَ جي شهرت ٻڌي، هڪ پيرو سندس امتحان وٺڻ گهريو. ٺٽي ۾ ٻاهريان ڪي گهوڙن جا واپاري آيل هئا، جن کان بادشاهه ڪي گهوڙا خريد ڪري ڄاڻي ٻجهي ڪين قيمت ادا ڪرڻ کان نٽ نٽاءُ ڪيو. واپاري بادشاهه کان نا اُميد ٿي، شريعت جي عدالت ڏانهن رجوع ٿيا. دستور موجب قاضيءَ بادشاهه کي شرعي عدالت ۾ حاضر ٿيڻ جو اطلاع موڪليو. مرزا شاهه حسن هڪدم اچي حاضر ٿيو. ان وقت ۾ دستور هو ته مدعي ۽ مدعا عليه قاضيءَ جي سامهون برابر هڪ درجي ۾ ويهاريا ويندا هئا، تنهنڪري قاضي حڪم ڪيو ته بادشاهه مدعيءَ کان هڪ قدم به مٿي نه ويهي ۽ نه وري اڳيرو ٿي ويهي. بادشاهه شرعي عدالت ۾ حاضر ٿي قاضي صاحب جي انصاف جو امتحان وٺڻ ٿي گهريو، سو ٿي چڪو ۽ بادشاهه جي ڪابه رعايت ڪانه ڪئي ويئي. جنهن کان پوءِ بادشاهه مدعي کي ڪجهه روپيا ڏيئي، جهٽ پٽ راضي ڪري ورتو. جڏهن مقدمو پورو ٿيو. تڏهن قاضي صاحب اُٿي دستور موجب بادشاهه جو احترام بجا آندو ۽ سندس درجي جي مناسب هنڌ تي ڪيس ويهاريو ۽ پاڻ ۾ دوستانه صحبت ڪئي. ڳالهيون ڪندي بادشاهه ڪيس چيو ته هي خنجر ڏسين ٿو، اهو ان ڪري ڪمر سان ٻڌي آيو هوس ته جيڪڏهن اوهان هن مقدمي ۾ شرعي قانون جي عزت نه رکو ها ۽ بادشاهه سان رعايت ڪريو ها ته اوهان تي تعزير جو حڪم ڪيان ها.

جيڪڏهن ڪورٽ جا پٽيوالا اوهان جي علميت ۽ بزرگي سبب اوهان جي ويجهو نہ اچن ها تہ آءُ پنهنجي سر هن خنجر سان اوهان کي ادب سيکاريان ها! جنهن تي قاضي شڪرالله پنهنجي گاديلي هيٺان اگهاڙي تلوار ڪڍي، بادشاه کي ڏيکاريندي چيو تہ آءُ بہ اِج سنبري ويٺو هوس تہ اوهان جيڪڏهن شريعت جو پورو ادب بجا نہ آندو ۽ ٻيو ڪوبہ ماڻهو اوهان جي سامهون نہ بيهي سگهيو تہ پوءِ هن تلوار سان اوهان کي شريعت جي سياست جو مزو چکايان ها!

بادشاه جي انهيءَ امتحاني صحبت کان پوءِ ٿوري وقت اندر قاضي شڪرالله قضا جي عهدي تان استعفا ڏئي، بادشاه کي چيو تہ آءُ هڪ انسان آهيان، مون کان شرعي معاملن ۾ ممڪن آهي تہ غلطيون ٿينديون هجن، تنهنڪري انهيءَ ڳري بار کڻڻ جي هاڻي طاقت نہ رهي اٿم. آخر بادشاه سندس استعيفا قبول ڪئي. قاضي صاحب بادشاه کي ٻڌايو تہ هن عهدي لاءِ ٺٽي جو مشهور عالم قاضي محمد آچر بهتر آهي. ان کان پوءِ قاضي محمد آچر کي انهيءَ عهدي تي مقرر ڪيو ويو. قاضي شڪرالله جنهن محلي ۾ اچي مقيم ٿيو اُتي انصاري خاندان جا بزرگ رهندا هئا ۽ سندس شادي بہ انهن مان ٿي. سندس فرزند مشهور عالم ۽ فاضل زاهد سيد ظهيرالدين نالي انهيءَ انصارڻ بيبيءَ مان پيدا ٿيو، جنهن جو اولاد اج تائين ٺٽي ۾ شڪرالاهي سيدن جي نسبت سان مشهور آهي. سيد شڪرالاهيءَ سان گڏ ٻيا بہ ٽي دوست عالم ۽ اولياءِ اچي ٺٽي ۾ مقيم ٿيا هئا. (1) سيد ڪمال، (2) سيد منيو ۽ (3) سيد عبدالله. انهن ٽنهي بزرگن جا مقبرا اج تائين ٺٽي ۾ مشهور آهن.

**ٺٽوي، شيخ اليو:** سندس اصل نالو جام مارڪ هو. پر جام مارڪ مان اڳتي هليِ مرگهہ ٻڌجي ويو. جنهن جي معنيٰ آهي هرڻ. سنڌ جي عادل بادشاه جام نظام الدين خان سمي جو نائي ۽ پاڻيچو. هڪ وڏو امير ۽ سيد حسين شيرازي جي فيض يافتن مان هو. روايت آهي تہ سيد حسين شيرازيءَ جي مسجد لڳ هندن جو مندر هو، جنهن جي گهنڊن گهڙيالن وڄڻ سبب نمازين جي يڪسوئي ۾ خلل پوندو هو. سيد صاحب انهي مندر کي ڪٽائڻ جو حڪم ڪيو. جنهن تي هندن جام نظام الدين عرف جام نندي جي دربار ۾ دانهن ڏني. اصل معاملي جي تحقيقات لاءِ جام صاحب جن ماڻهن کي سيد صاحب ڏانهن روانو ڪيو، تن ۾ جام مرگهہ بہ هو. سيد جي خدمت ۾ پهچڻ کان پوءِ جام مرگهہ توجہ سان تارڪ الدنيا بنجي هميشہ لاءِ سيد صاحب جي خدمت ۾ رهجي ويو. جڏهن ڪافي دير ٿي وئي تڏهن جام نندي پنهنجي خزانچي ديوان لڪسير کي سيد حسين شاه شيرازي ڏانهن موڪليو. ديوان لڪسير پڻ سيد کان گهڻو متاثر ٿيو. پر عرض ڪيائين تہ مندر هتان هٽايو ويندو پر ان لاءِ ڪا جاءِ ڏني وڃي ۽ پوءِ لڪسير پنهنجيَ پٽ ديوان مولي جي ناموريءَ جي دعا لاءِ سيد کي عرض ڪيو. سيد حسين هن کي دعا ڪئي ۽ روايت آهي تہ انهيءَ دعا جي ڪري ديوان لڪسير جو پٽ تمام گهڻو مشهور ٿيو. اج بہ ٺٽي ۾ چونڊ تا تہ مولي جي نالي سان هڪ محلو مشهور آهي، پر ڪن روايتن ۾ ائين بہ آهي تہ پاڻ پنهنجو آستانو ٻي هنڌ وڃي اڏيائين ۽ چيائين تہ الله جي نيڪ ٻانهن مان مخلوق خدا ناراض نہ ٿئي. روايت آهي تہ: هڪ دفعي پيشاب ڪندي، پنهنجي اڳيان سون جي واهي وهندي ڏٺائين. جنهن تي مٽي ۽ پٿر وجهي هن کي پورڻ لڳو. جڏهن سندس مرشد کي اها سڌ پئي، تڏهن ڪيس اُليو جو لقب ڏنائون. اليو يعني. لوڀ کان سواءِ بي طمع. ان کان پوءِ اج تائين انهيءَ لقب سان مشهور آهي. هڪ دفعي حضورصلي الله عليہ وسلم جو خواب ۾ ديدار ٿيس. فرمايائون تون اسان کي پيارو آهين. عرض ڪيائين، سائين ڪهڙن لڇڻن ڪري؟ فرمان ٿيس تہ تو منهنجي سنت جي تابعداري ڪئي آهي، بزرگن جو ادب ڪندو آهين، اهل بيت سان محبت رکندو آهين، تنهن ڪري تو کي اهو درجو مليو آهي. هڪ دفعي حضرت علي عليہ السلام کي خواب ۾ عرض ڪيائين تہ مون کي نصيحت ڪريو. پاڻ فرمايائون تہ دولت مندن جي درويش سان مهرباني ۽ شفقت ڏاڍي سهڻي آهي، جنهن ڪري بنا لالچ، ثواب خاطر ڪندا رهن. پر درويشن کي اميرن کان الله ڪارڻ بيپرواه رهڻ اُن کان بہ پلو آهي. هي امير درويش ابدال 63 سالن جي ڄمار کي پهچي، پنهنجي مرشد جي حياتي ۾ هن دنيا مان پهرين ذي الحج 885 هه/ 1480 ع ۾ رحلت ڪري ويو. سندس مقبرو هن وقت ٺٽي جي ٻاهرئين ناڪي جي پرسان آهي.

**ٺٽوي، شيخ حسين صفائي:** عارف، ڪامل، تارڪ دنيا، شيخ حسين ٺٽوي، سيد حسين شاه مراد جي خادمن ۽ خليفن مان هو. هن جي والده سيد صاحب جي حويليءَ تي ڪم ڪار ڪندي هئي ۽ هي ننڍڙو ماءُ سان گڏ هوندو هو. هڪ دفعي سندس ماءُ سيد صاحب کي عرض ڪيو تہ منهنجي پٽ کي پنهنجي ڪوزي مان پاڻيءَ ڍڪ پياريو ۽ دعا ڪريوس تہ صالحن مان ٿئي. پاڻ ڪيس پاڻي پياري دعا ڪيائين. ان بعد سموري ڄمار سيد صاحب جي نماز ۽ وضوءَ لاءِ ڪوزو ۽ مصلو سنڀاليندو رهيو. جڏهن مصلو پراڻو ٿيندو هو تہ اُن جون ٽوپيون ٺاهي پائيندو هو. سيد صاحب سان ايڏي محبت هئس جو هڪ دفعي چيائين تہ حسين فقير هن جهان ۽ ٻئي جهان ۾ اسان سان گڏ هوندو.

هڪ دفعي احمدآباد جي هڪ درويش ڪيس هڪ پارس پٿريا اڪسير آٽي ڏنو تہ هن مان گذر سفر ڪندو رهي، جڏهن 16 مهينن بعد ساڳيو درويش، ٺٽي موٽي آيو تہ حسين فقير اهو پٿر ڪيس واپس اچي ڏنو ۽ چيائين تہ مون لاءِ الله ۽ سندس رسول صلي الله عليہ وسلم ۽ سندس آل ڪافي آهن. هنن شين جي مون کي ڪا ضرورت ڪانہ آهي. هيءَ پنهنجي امانت واپس ورائي وٺو. هو ايڏو لاطمع ڪامل هو. جو چون ٿا تہ هڪ دفعي مرزا شاه حسين ارغون سنڌ جو حاڪم بہ سندس ملاقات لاءِ لنگهي آيو ۽ فيض پرائي واپس ويو. هن ڪامل درويش سن 931هه / 1524 ع ۾ وفات ڪئي.

**ٺٽوي، شيخ رحمت الله:** رحمت الله ولد شيخ عزت الله شاعر فاضل، عالم ۽ عاقل هو. پنهنجي والد کان پوءِ سندس منصب تي ٺٽي جي نوابن جو وڪيل ٿيندو رهيو. فارسي نثر جو زبردست انشاءپرداز ۽ سنجيده شاعر هو. مير علي شير قانع (وفات 1203هه/1788 ع) لکي ٿو تہ هو سندس همعصر ۽ گهاٽو دوست هو. مقالات شعراء (سنڌ جي فارسي گو شاعرن جي تاريخ) سندس ترغيب يا خواهش تي لکيو ويو هو گفتگوءَ دوران ڪيترئين مصرعون موزون چوندو هو. هن جي تقرير جڻ تہ انشا پردازي هئي پر شاعريءَ جي واديءَ جو گهٽ سفر ڪندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ڪو بيت يا غزل موزون ڪندو هو ۽ 'سرشار' تخلص قبول ڪيو هئائين. سندس وفات جو سال معلوم نہ آهي، مير علي شير جي همعصر هجڻ ڪري ٻارهين صدي جي عالمن ۾ ڳڻي سگهجي ٿو.

**ٺٽوي، شيخ طيب:** طيب بن شيخ هارون ٺٽوي هڪ وڏو بزرگ، عارف ۽ عالم ٿي گذريو آهي. ظاهري علم شيخ طيب پنهنجي استاد مفتي يونس سنڌيءَ کان حاصل ڪيو هو. هو حافظ، عالم ۽ قاري هو. قسمت سانگي پنهنجو وطن ترڪ ڪري ايلچ پور (صوبہ برار) ۾ وڃي نڪتو، جتي شيخ طاهر بن يوسف سنڌي رهندو هو، اُن سان ملاقات ڪري ڏاڍي راحت ۽

خوشي حاصل ڪيائين. هنن ٻنهي بزرگن جو پاڻ ۾ ايڏو ڳانڍاپو ٿيو جو عام ماڻهو کين ڀائر سمجهندا هئا. هوڏانهن شيخ طاهر جو ڀاءُ طيب نالي اڳ ۾ وفات ڪري ويو هو. شيخ طاهر جو ڀائٽيو مسيح الاولياء عيسيٰ سنڌي برهانپوري، هن بزرگ وٽ اصول فقه ۽ علم ڪلام پڙهيو.

برار پرڳڻي ۾ اڪبر بادشاهه جي ڪاهه سبب جڏهن ڀاڄ پئي، تڏهن شيخ طيب جي حاڪم وقت جي گذارش تي شيخ طاهر سان گڏجي برهانپور هليو آيو ۽ هميشه اُتي رهجي ويو.

شيخ طيب "رسالہ غوثيہ" تي هڪ عمده شرح لکي ۽ "مشڪواة شريف" تي بہ سندس عمدا حاشيا تحرير ٿيل آهن. برهانپور جي ماڻهن کي تمام گهڻو فيض پهچايائين. ڏهين صدي هجريءَ جي پوئين ڏهي ۾ وفات ڪيائين ۽ شيخ ابراهيم سنڌيءَ جي قبرستان برهانپور ۾ دفن ٿيو.

**ٺٽوي، شيخ عبدالسبحان:** شيخ عبدالسبحان "فائز"ٺٽي جي اهلڪارن ۽ عملدارن مان هڪ اهم شخص ٿي گذريو آهي. هو شاعر هو، جنهن جي سموري شاعري مزاحيہ ۽ هجو واري هئي، جنهنڪري ماڻهو سندس ڪلام کي ياد ئي نہ ڪندا هئا. هو في البديہ شاعر ۽ مزاح نگار هو. ڪوبہ ماڻهو سندس هجو گوئيءَ کان بچي نہ سگهندو هو. سندس مزاحيہ شاعريءَ لطافت جي لذت کان خالي هئي.

هنديءَ ۽ فارسيءَ ۾ شعر حضرت محمد و آل محمد صلي الله عليہ وسلم جي شان ۾ قصيدا ۽ مرثيا بہ چيائين. مدح ۽ مولودن ۾ بہ شهرت جو مالڪ رهيو. ٺٽي جي هجو ۾ بہ هڪ ڊگهو قصيدو لکيائين. عبدالسبحان فائز خوش طبع شخص هو ۽ شهر جي حاڪمن وٽ چڱي رسائي هئس. ٺٽي جي شيخ الاسلام ميرڪ محمد احسن هڪ وڏي عام دعوت ڪئي هئي، جنهن ۾ هڪ سيد ڪلب علي دعوت کان رهجي ويو جنهن تي عبدالسبحان جهٽ پٽ هڪ شعر چيو تہ:

هندو مسلمين ز خوان توسير
استخواني نيافت ڪلب علي.

[ شيخ الاسلام جي دسترخوان تي مسلمان ۽ هندن ڪائي ڍؤ ڪيو، ليڪن افسوس جو سيد ڪلب علي دعوت کان رهجي ويو.]

عبدالسبحان 15 رمضان سن 1171هه/ 1757ع ۾ وفات ڪئي.

**ٺٽوي، شيخ عزت الله:** عزت الله هڪ فاضل عالم ۽ عاقل زمانہ بزرگ ٿي گذريو آهي. هن جي ولادت 1108هه/ 1696ع ۾ ٿي. جيئن تہ هو شاعر بہ هو اُن ڪري پنهنجي ولادت جي تاريخ جو سال هيٺين فقري مان ڪڍيو اٿس. "عزت الله مدام باعزت". هو پنهنجي عقلمندي ۽ مناسب مشوري ۽ راءِ سبب ٺٽي ۽ ٻين صوبن جي اميرن وٽ هميشہ عزت حاصل ڪندو رهيو. گهڻو ڪري ٺٽي جي حاڪمن پاران بادشاهن يا گورنرن جي درٻارن ۾ وڪالت جو ڪم نهايت سهڻي نموني سرانجام ڏيندو هو. بعضي ڪن حاڪمن جي جاءِ تي سندن نائب طور ملڪي مهمون سرانجام ڏنائين. آخر هو ٺٽي مان هڪ دفعي سورت بندر وڃي پهتو جتي صفدر خان سورت جي حاڪم ڪيس پنهنجي سنگت لاءِ منتخب ڪيو عزت الله اتي رهي پنهنجي تدبير سان اهڙا سياسي مسئلا حل ڪيا، جو وڏا وڏا عقلمند حيران رهجي ويا. 58 سالن جي ڄمار ۾ پنهنجي وطن ٺٽي ۾ وفات ڪيائين.

**ٺٽوي، شيخ محمد سرفراز:** شيخ سرفراز ولد شادڪام هڪ نومسلم نوجوان سرڪاري ملازم هو. جيڪو شاهوڪار زندگيءَ جو مالڪ بڻيو هي اصل ۾ ٺٽي جي راءِ گهراڻي جي فرد، ديوان دولت رام جي اولاد مان هو. جنهنڪري اسلام کان اڳ بہ هو عزت جا مالڪ هئا ۽ اسلام کان پوءِ ساڳي سرفرازي ۽ عزت سان رهيا. نوجوانيءَ جي زماني ۾ ڪنهن ماهوش سان عشق ٿي پيس، جنهنڪري حال کان بيحال ٿي پيو جنهن محبوب حال مان بي حال ڪيو هئس، ان جي تاريخ "غلبہ مطلوب" جي فقري مان ڪڍيائين.

ٺٽي ۾ تاريخ گوئيءَ جي فن ۾ هن کي وڏو ڪمال حاصل هو. آخر زماني ۾ هن بزرگ قرآن شريف حفظ ڪيو ۽ بيت الله شريف جي حج جو بہ شرف حاصل ڪيو. 1129هه/1716ع ۾ دارفاني مان لاڏاڻو ڪيائين.

**ٺٽوي، شيخ محمد محفوظ:** شيخ محمد محفوظ تخلص 'سرخوش' شيخ محمد مريد جو پٽ هو. محمد مريد اصل سيوهڻ جو رهاڪو هو. هي نومسلم راءِ زادو ، اورنگزيب عالمگير جي زماني ۾ قانون گوئيءَ جي عهدي تي رهيو ۽ ٺٽي ۾ وفات ڪيائين. بيحد خوش، هر هڪ ماڻهوءَ سان، پوءِ اهو ننڍو هجي يا وڏو، نهايت نيڪيءَ سان پيش ايندو هو. ٺٽي جي شاعرن ۾ سندس وڏو مقام هو. ميان غلام شاهه ڪلهوڙي وٽ ڪيس وڏو مرتبو ۽ مان حاصل هو ۽ خاص ڪري درٻاري هجڻ جي ڪري ڪيس سرڪاري سفارت يا وڪالت لاءِ ٻين ملڪن ۾ بہ وڃڻو پوندو هو. هڪ دفعي ميان غلام شاهه جي وڪالت سان ڪابل ۾ سردار جهان خان افغان وٽ مهمان ٿي ويو هو. مير قانع ۽ غلام علي مداح جو همعصر هو. شروع ۾ 'فدائي' تخلص ڪم آڻيندو هو بعد ۾ سرخوش تخلص اختيار ڪيائين. سندس شمار ٻارهين صديءَ جي شاعرن ۾ ٿئي ٿو.

**ٺٽوي، عبدالحڪيم عطا:** عبدالحڪيم عطا اٽڪل سن 1040هه/1630ع ڌاري (شاهجهان جي دور ۾ 1037هه/1628ع کان 1069هه/1666ع) ٺٽي ۾ پيدا ٿيو. سندس پيءُ ۽ وڏو ڀاءُ عالم، فاضل ۽ شاعر هئا. تعليم کان فارغ ٿيندي ئي عبدالحڪيم شاعريءَ جي دنيا ۾ پير پاتو. سنڌ جو مانائتو تاريخدان ۽ تذڪره نگار مير علي شير قانع ٺٽوي لکي ٿو تہ: "ٺٽي جي گورنر نواب مظفر خان (1063هه/1652ع-1069هه/1658ع) پنهنجي سرپرستيءَ ۾ هن جي شاعرانہ ذوق جي آبياري ڪئي. عبدالحڪيم جي شاعريءَ جو آغاز 1060هه/1649ع ۾ ٿئي ٿو. هن پنهنجي ڪلام ۾ "عطا" تخلص ڪتب آندو. عبدالحڪيم "عطا" ڪلهوڙن جي دور ۾ 1140هه/1727ع ڌاري وفات ڪئي.

عبدالحڪيم "عطا" فارسي گو شاعر هو پر سندس ڪجهہ اردو شاعري بہ ملي ٿي. پير حسام الدين راشدي لکي ٿو تہ: "عطا جي شاعريءَ جا ٻہ ٺپي ديوان ۽ ٽي مثنويون آهن." پر رڳو سندس بہ ڪتاب (1) "هشت بهشت" ۽ (2) "ديوانِ عطا" ملي سگهيا. سندس ڪلام جو مجموعو "ديوان عطا"سنڌي ادبي بورڊ ڇپائي پڌرو ڪيو. ان مجموعي ۾ ٽي سو غزل، اٽڪل هڪ سو رباعيون، ترجيع بند، مخمس ۽ 141 شعرن تي مشتمل هڪ ساقي نامو آهي. فارسي ٻوليءَ کان سواءِ عطا جو ڪجهہ ڪلام اردوءَ ۾ بہ مليو آهي، جنهن مان ظاهر ٿئي ٿو تہ هي نہ صرف فارسيءَ جو سٺو شاعر هو پر اردوءَ جو بہ چڱو شاعر هو سنڌ ۾ اردو شاعريءَ جو عطا پهريون شاعر ليکيو وڃي ٿو عطا ٺٽويءَ کي پنهنجي سخن سنجيءَ تي ناز هو. ڊاڪٽر وفا راشدي سندس شاعريءَ جو ذڪر ڪندي هڪ هنڌ لکي ٿو تہ: "هن فارسي ۽ اردو جي طرزِ سخن کي گهڻو ويجهو آندو. فارسي غزل وانگر اردو غزل ۾ بہ حسن ۽ عشق جو تاثر ملي ٿو."

عطا ٺٽويءَ جي شاعري تاريخي لحاظ کان گهڻي اهميت رکي ٿي، ڇاڪاڻ تہ سندس شاعريءَ ۾ ڪيترائي تاريخي واقعا ۽ احوال قلمبند ٿيل آهن. عطا پنهنجي شاعريءَ ۾ ٺٽي جي حالت زار ۽ ٺٽي جي ماڻهن جي هجو بہ لکي آهي.

حقيقت ۾ انهن نظمن ۾ عطا پنهنجو پاڻ کي مٿاهون سمجهندي ۽ پيش ڪندي. ٺٽي جي ماڻهن جي عظيم (سنڌي) ٻوليءَ تي طنز ڪئي آهي. سنڌس اهڙن نظمن مان ڪيني، بغض ۽ نفرت جو اظهار ٿئي ٿو. عطا ٺٽوي جي شاعريءَ ۾ حاڪمن کي مختلف مقصدن لاءِ سفارشون ڪيل آهن. حقيقت ۾ عطا سدائين درٻاري شاعر رهيو. سيد مطيع الله راشد برهانپوري ”ديوان عطا“ جي مقدمي ۾ مير شير علي قانع جي حوالي سان لکي ٿو ته: ”نواب مظفر خان، عطا ٺٽويءَ کي تربيت ڏئي سنڌس شاعريءَ ۽ سخنوريءَ جي ذوق کي پنهنجي سرپرستيءَ هيٺ وڌايو ۽ ويجهايو. يعني پليو ۽ اُسريو درٻاري ماحول ۾ هو هن سدائين مغل حاڪمن ۽ انهن جي گورنرن کي خوش ڪرڻ لاءِ ثنا خواني ڪئي. اهڙي ثنا پري شاعري ڪندي هن ڪيترائي قصيدا لکيا. بهادر شاهه جي تخت نشينيءَ کانپوءِ 1119هه/1707ع ۾ جڏهن نواب سعيد خان ٺٽي جو صوبيدار مقرر ٿي آيو ته عطا هڪ ڊگهو فرياد (نظم) پيش ڪندي، هن جي آجيان ڪئي. مطلب ته عطا جي غربت ۽ مسڪينيءَ يا ذهني غربت ڪيس درٻاري ۽ حاڪمن وٽ پاڻ وڪائيندڙ شاعر بڻايو هو. پر هن پنهنجي جنم واري شهر (ٺٽي) ۽ اتي جي ماڻهن سان به نه نباهيندي، انهن جي خلاف نظم لکيا. اهڙيءَ ريت هن پنهنجي مهربانن کي خوش رکڻ لاءِ عظيم صوفي بزرگ شهيد شاهه عنايت جي مخالفت ۾ شاعري ڪري، شاهه شهيد سان نفرت ۽ ظالم حاڪمن جي حمايت ڪئي. ”ديوان عطا“ جو مرتب سيد محمد مطيع الله راشد برهانپوري به پنهنجي مقدمي ۾ لکي ٿو ته: ”عطا جي ڪلام مان معلوم ٿئي ٿو ته عطا، شاهه عنايت جي خلاف اٿاريل پروپيگنڊا کان متاثر هو ۽ سنڌس مخالف هو. هڪ اردو غزل ۾ هن فقيرن جي فراغت سان حياتي گهارڻ تي طنز ڪندي، ڪين عنادي سڏيو آهي.“

**ٺٽوي، عظيم الدين ”عظيم“** : سيد عظيم الدين ابن سيد يار محمد شڪرالله، سيد گهراڻي مان هو. مير علي شير ”قانع“ سنڌس چاچو هو. سن 1162هه (1749ع) ۾ جنهن ڏينهن محسن ٺٽويءَ وفات ڪئي، ان ڏينهن سنڌس ولادت ٿي هئي.

مير علي شير ”قانع“ مير صاحب جي تاريخ پيدائش هن آيت مان ڪڍي آهي ”انا لَهُ الحافظون“

سيد عظيم کي پنهنجي چاچي مير علي شير قانع جي رهنمائيءَ ۾ اعليٰ علمي تربيت ملي، ان ڪري نظم ۽ نثر ۾ مهارت حاصل ڪيائين.

عظيم ٺٽوي پهرين ميان سرفراز خان ڪلهوڙي جي درٻار سان وابسته رهيو. پر ٿوري عرصي يعني ڪلهوڙن جي شڪست کانپوءِ جڏهن مير فتح علي خان اقتدار تي ويٺو ته هن مير صاحب کي هڪ غزل جي صورت ۾ درخواست موڪلي، جنهن ۾ پنهنجي مايوسيءَ ۽ غربت جو اظهار ڪيائين. جنهن کان پوءِ هي ٽالپرن جي درٻار سان وابسته ٿيو.

مير فتح علي خان جي درٻار سان وابسته رهڻ بعد پنهنجي زندگي نهايت خوشيءَ سان گذارڻ لڳو ۽ مير صاحب جي درٻار ۾ هڪ باڪمال شاعر جي حيثيت سان منصب ماڻيندو رهيو. سنڌس علمي قابليت ڏسي مير صاحب، عظيم ٺٽويءَ کي ”ملڪ الشعرا“ جي خطاب سان نوازيو. عظيم پنهنجي دور جي شاعرن ۾ بلند پايه شاعر ٿي گذريو آهي، سنڌس شعر ايران ۽ هندستان تائين مشهور هئا، هو پاڻ کي فردوسيءَ سان ڀيٽيندو هو ۽ سلطان محمود جي بي قدريءَ تي ڏک جو اظهار ڪري مير فتح علي خان جي قدرشناسيءَ تي ناز جو اظهار ڪندو هو.

عظيم ٺٽويءَ جي ديوان ۾ تمام ٿورا اهڙا غزل ملندا، جيڪي تغزل جو ماحول رکن ٿا. ان کان سواءِ سنڌس ديوان جي غزلن ۾ حضرت علي عليه السلام ۽ پنهنجي محسنن، مير فتح علي خان، مير ڪرم علي خان ۽ مير مراد علي خان جي مدح ۾ شعر موجود آهن. جن جي مدح کانسواءِ عظيم ٺٽويءَ جي نظم ۾ غزل يا قصيدا بي معنيٰ آهن. هن طويل غزل به چيا. سيد عظيم جو هڪ غزل 28 شعرن تي مشتمل ملي ٿو ۽ قصيدو لڳي ٿو. هن جي ديوان ۾ غزلن کان سواءِ قصيدا، مرثيا، سلام، قطعا ۽ (تاريخ ولادت ۽ وفات) وڏي تعداد ۾ موجود آهن. سنڌس ڪلام فارسي ۽ اردوءَ تي مشتمل آهي. سنڌس تصنيفات ۾ ديوان ’عظيم‘ کان سواءِ ”فتح نامه“ ۽ ”مثنوي سير دل“ به ملي ٿي، هيءَ مثنوي سن 1206 هه/ 1791ع ۾ تاليف ڪيائين ۽ مصنف خود ان جي تاريخ تصنيف چئي آهي. فتح نامه اصل ۾ ڪلهوڙن جي هار ۽ ٽالپرن جي فتح جي احوال تي مشتمل ڪتاب آهي ۽ هن ان کي شاهنامي فردوسيءَ واري بحر ۾ لکيو آهي. فتح نامي جي تاليف جو سبب بيان ڪندي مصنف پنهنجي فردوسيءَ سان ڀيٽ ڪئي آهي ۽ پنهنجي ڪاميابيءَ ۽ فردوسيءَ جي محروميءَ جو ذڪر ڪيو آهي. هي ڪتاب سن 1209 هه/1794ع ۾ مڪمل ٿيو هي مثنوي سنڌي ادبي بورڊ طرفان 1962ع ۾ شايع ٿي چڪي آهي.

سيد عظيم الدين ٺٽوي، مير ڪرم علي خان جي عهد ۾ 1229هه (1813ع) ۾ ٺٽي ۾ وفات ڪئي ۽ جلوه گاهه امامين ٺٽي جي اڳڻ ۾ دفن ٿيو.

**ٺٽوي، علامي محمد**: علامي محمد بن ملا يوسف ٺٽوي، هڪ درويش ڪامل ٿي گذريو آهي، هو ٺٽي مان جهانگير جي اوائل حڪومت ۾ نواب نورجهان بيگم جي درٻار ۾ پهتو ۽ سنڌس ڀاءُ نواب اعتماد الدوله آصف جاه سنڌس شاگرد هو ۽ سنڌس دعائن سبب ئي ترقي ماڻيائين. سنڌس باري ۾ شيخ فريد ڀڪري لکي ٿو:

”علامي محمد ٺٽوي سيني علمن ۾ ڪامل ماڻهو هو. هن کي امام محمد غزاليءَ جو متبادل پڻ سڏي سگهجي ٿو. هو علم جعفر، تڪسير ۽ اعداد ۾ وڏي پهچ وارو هو. ست سال هن ۽ مصطفيٰ علامي برهانپوريءَ جي وچ ۾ علمي بحث هلندو رهيو. هڪ دفعي مصطفيٰ، علاميءَ کان پڇيو ويو، ته ملا محمد کي علمن ۾ ڪيئن ٿا ڀانيو؟

ورائيائين: ”هو هن وقت سمورن عالمن ۾ سرفهرست آهي ۽ هندستان ۾ هن جو ڪو به مَٽُ نه آهي، مگر علمِ فقه زباني ياد نه اٿس، ان ۾ ڪتابن جي ڏسڻ جي ضرورت پويس ٿي“.

نواب آصف خان جي مهرباني ۽ وسيلي سان سموري مغليه حڪومت جو صدر مقرر ٿيو ۽ صدارت (هاءِ ڪورٽ جي جج جي عهدي) واري زماني ۾ قرآن شريف به ياد ڪري ورتائين. جهانگير جي زماني ۾ ترخان گهراڻو مرزا غازي وقاريءَ جي وفات کان پوءِ ختم ٿي چڪو هو. جيتوڻيڪ ٺٽي ۾ گورنر، جهانگير پاران مقرر ٿي ايندا هئا. پر ٺٽي جي گورنر آصف خان (ابوالحسن) جي اشاري سان ملا محمد ۽ سنڌس ڀائرن کي بنايو ويو. ارغون ۽ ترخان گهراڻي جا باغ، محل ۽ ملڪيتن جا پروانا بادشاهه ملا محمد جي نالي ڪري ڇڏيا هئا. جيڪي ڪانئس پوءِ سنڌس ڀائرن کي مليا. ٺٽي جي قاضيءَ، مير عدل، مفتي، محتسب، سمورا عهدا ملا محمد جي ڀائرن جي حوالي هئا. هي صاحب ٺٽي جو مالڪ بڻجي ويو. پر ان هوندي به هو نور جهان بيگم ۽ نواب آصف خان سان سفر حضر ۾ ساڻ رهندو هو. هو نورجهان بيگم جو به استاد هو.

سنڌس شهادت کان پوءِ وصيت موجب سنڌس لاش ٺٽي ۾ پهچائي دفن ڪيو ويو.

**ٺٽوي، غلام علي ’مداح‘**: غلام علي ولد محمد محسن ٺٽوي، ”مداح“ 1145هه/1732ع ۾ ٺٽي ۾ ڄائو. سنڌس والد طرفان هڪ سجع

مصرع ذريعي سندس تاريخ ولادت ڪڍي وئي، يعني: "غلام علي بي بدل باخت".
جڏهن غلام علي شعور ۽ سمجهه وارو ٿيو ته هن هڪ طرف ٺٽي ۾ پنهنجي والد جي شاعريءَ جي هاڪ ٻڌي، ٻئي طرف ڏٺائين ته سمورو شهر علم ۽ فضيلت وارن صاحبن سان پرپور هو. هن شعر سخن جي مشق سان گڏ عربي علمن ڏانهن به پورو پورو ڌيان ڏنو. عربي زبان جو چڱو فاضل عالم ٿيو. شاعريءَ ۾ مير علي شير قانع سان صحبتون رهيس. مقالات الشعراءِ جي اضافي مواد مان معلوم ٿئي ٿو ته مير قانع ۽ ميان مداح جون طرحي مصرعن تي هميشه طبع آزمايون ٿينديون رهيون هيون. مولوي مداح ميان سرفراز ڪلهوڙي ۽ سيد ثابت علي شاهه (سنڌي مرثيه جو باني) جو شاعريءَ ۾ ٻين علمن ۾ استاد هو. هُو پهريان 1165ھ/1751ع ۾ ٺٽي پهتو ۽ هزارين ماڻهو سندس معتقد بڻيا ۽ مريد ٿيا. ان کان پوءِ وري 1168ھ/1754ع ۾ ٺٽي ۾ حج بيت الله تان موٽندي، ڪراچي بندر تان پنهنجي پٽ جي تاريخ ولادت تي قطعه لکي ٺٽي جي شاعرن ۾ جذبو پيدا ڪيائين ته ڪو ٻيو به ان تي طبع آزمائي ڪري. مداح جا نظم ۽ نعتون، قصيدا ۽ غزليات بي شمار آهن. مگر انهيءَ خاندان جي پوئڻ نه هجڻ ڪري، اڄ ناياب نظر اچن ٿا. سندس سال وفات جيتوڻيڪ پوري طرح معلوم نه ٿي سگهيو آهي، پر مير قانع جي تصنيفن مان معلوم ٿئي ٿو ته هو صاحب تاريخ تحفة الڪرام جي تصنيف 1182ھ/ 1768ع تائين به زنده هو.

**ٺٽوي، غلام مرتضيٰ شاهه "مرتضائي"** (1853ع-1905ع): مير غلام مرتضيٰ شاهه ولد سيد روشن شاهه مهدوي رضوي تخلص "مرتضائي"، پنهنجي دور جي بزرگ شاعرن ۾ شمار ٿئي ٿو. سندس خاندان ۾ ڪيترائي نامور شاعر ۽ بلند مرتبه شخصيتون ٿي گذريون آهن، جهڙوڪ (1) نواب مير لطف علي خان "همت"، جيڪو مغلن جي طرفان ٺٽي جو نواب هو. (2) نواب مير ڪمال الدين احمد خان صاحب، (3) "اصلاحات رضويه" ۽ شرح ديوان حافظ، مير غلام مرتضيٰ "الهام"، (4) مير نجم الدين "عزلت" پارسيءَ جو مشهور شاعر ۽ صاحب ديوان، مير پنو سنڌي ۽ پارسي جو شاعر هو. (5) سيد موتيل شاهه "ڪمتر" پارسيءَ، اردو ۽ سنڌيءَ جو شاعر هو (6) مير سيد روشن علي شاهه "روشن" مرتضائيءَ جو والد پارسيءَ جو شاعر هو. مرتضائيءَ جا وڏا خراسان مان لڏي اچي بکر ۾ رهيا هئا، تنهنڪري هي بکري سيد به سڏبا آهن. هن خاندان جو سيد محمد يوسف شاهه خدا رسيده بزرگ هو، جيڪو مرزا جاني بيگ جي ڏينهن ۾ اچي ٺٽي ۾ مڪليءَ تي رهيو هو. شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ واري سندس صحبت مان فيض حاصل ڪيو. سيد محمد يوسف جو نائي سيد اسحاق شاهه جي پير "پيرڏيهي" جي نالي سان مشهور هو، اهو به هڪ وڏو درويش ٿي گذريو آهي. ان جي ستين پيڙهيءَ مان سيد ذوالفقار علي شاهه هو، ميرن جي دور ۾ نائب وزير هو. انگريزن ۽ ميرن جي وچ ۾ دوستيءَ جو جيڪو عهدنامو ٿيو هو تنهن تي سنڌ جي حڪومت پاران نائب وزير جي حيثيت ۾ هن ئي دستخط ڪيا هئا.

سيد ذوالفقار علي شاهه، مرتضائيءَ جو ڏاڏو هو. مرتضائيءَ جو والد انگريزن جي حڪومت جي اوائلي ڏينهن ۾ پهريان ڪراچيءَ جي ڊسٽرڪٽ ڪورٽ ۾ پوءِ ڪليڪٽر جي آفيس ۾ منشي هو ۽ پوءِ مختيارڪار ٿيو هو. پارسيءَ جو سٺو شاعر هو. پهريان "روشن" تخلص، پوءِ "رضوي" تخلص اختيار ڪيائين. مرتضائي سنڌي ۽ فارسيءَ جي تعليم امام بخش شاهه "فدوي" ۽ قاضي علي محمد تخلص "فقير" کان حاصل ڪئي. جيڪو مخدوم ابراهيم "خليل" جو شاگرد ۽ مريد هو. فدوي مرتضائيءَ جو عزيز ۽ سندس والد جو گهرو دوست هو. فدويءَ جي ديوان ۾ مرتضائي ۽ سندس والد روشن علي شاهه جي تعريف ۾ ڪيترا غزل ملن ٿا. مرتضائي شاعريءَ ۾ پنهنجو استاد به فدويءَ کي ورتو هو جيڪو پارسي ۽ خاص طرح سنڌي غزل جو وڏو شاعر هو. سمجهه ۾ ائين ٿو اچي ته اهو "فدوي" جي صحبت جو اثر ئي هو، جو مرتضائيءَ جو چاهه پارسيءَ بدران سنڌي غزل سان ٿيو. هن پنهنجي استاد جي ڪيترن غزلن جي تضمين تي غزل پڻ لکيا آهن.

مرتضائيءَ ٻه شاديون ڪيون هيون، پهرئين گهر مان ڪيس سيد حسين بخش نالي فرزند ڄائو پهرين گهرواريءَ جي وفات کان پوءِ هن ٻي شادي ڪئي جنهن مان ڪيس ٻيو فرزند روشن علي نالي پيدا ٿيو

مرتضائي جي وفات جي صحيح تاريخ معلوم نه ٿي ٿئي، سمجهجي ٿو ته هن 1905ع ڌاري وفات ڪئي ۽ ڪيس مڪلي ٽڪريءَ تي اباڻي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو. مرتضائي جي تصنيفات ۾ (1) مثنوي يوسف زليخا (چيپل هريسنگ پريس سکر)، (2) سڪندر نامو (چيپل هريسنگ پريس سکر)، (3) شاهه نامه فردوسي جي ڪن حصن جو ترجمو (4) طوطي نامو، (5) ڪريما نيچري، (6) ديوان مرتضائي، (7) فارسي ڪتاب نورالهديٰ جو ترجمو ۽ (8) مرثيه مشهور آهن. سندس ديوان تازو انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ڄامشوري پاران 2005ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو آهي.

**ٺٽوي، فاضل خان**: فاضل خان ٺٽوي جو اصل نالو عثمان سميجو هو ۽ هي ٺٽي جي ملا خاندان مان هو. هي مخدوم معين ٺٽويءَ جي ڏاڏي مخدوم طالب الله جو مريد هو. انهيءَ عقيدت سبب هن پنهنجي ڌيءَ جي شادي مخدوم طالب الله جي پٽ مخدوم محمد امين سان ڪئي. جنهن مان علامه محمد معين پيدا ٿيو ۽ اهڙي طرح فاضل خان، مخدوم محمد معين ٺٽويءَ جو نانو ٿيو. هي عالم پنهنجي تعليم پوري ڪرڻ کانپوءِ پنهنجي قابليت جي زور تي اورنگزيب عالمگير جي دربار ۾ مير منشي مقرر ٿيو ۽ بادشاهه جي طرفان فاضل خان جو لقب عطا ٿيس ۽ آخرڪار ترقي ڪندو وڃي صدرالصدور جي عهدي تي وينو. ملا فاضل خان ٺٽوي پنهنجي دؤر جو تمام وڏو عالم، اديب ۽ شاعر هو. خصوصاً فارسي انشا پردازي ۾ گهڻو قابل هو. ان جا مڪتوبات ان زماني ۾ ڪافي مشهور هئا. سندس وفات 1096ھ/1684ع ۾ ٿي. ملا عبدالحڪيم عطا ٺٽوي هن مصرع مان سندس تاريخ ڪڍي آهي.

"مشعل ملک سند گل شد حيف"

(1096ھ) 1684ع

**ٺٽوي، قاضي محمد جعفري**: قاضي محمد جعفري ٺٽوي پنهنجي وقت جي مشهور عالمن مان هو. اڄ ۽ ملتان ۾ فسادن سبب اڄ مان بکر آيو ۽ ان کانپوءِ ٺٽي جو قاضي مقرر ٿيو. هن کي ديني علمن ۾ وڏي مهارت حاصل هئي ۽ مقدمن جا فيصلا وڏي انصاف ۽ احتياط سان ڪندو هو. ميرزا عيسيٰ ترخان جي ابتدائي دور ۾ وفات ڪيائين. قاضي محمد ٺٽوي، حضرت جعفر طيار بن ابيطالب عليه السلام جي اولاد مان هو سندس اصل وطن هرات هو جام نظام الدين سمي جي زماني ۾ جڏهن ميران محمد مهدي جونپوري ٺٽي ۾ آيو تڏهن ان وقت جي عالمن ان جي تڪفير جي فتويٰ جاري ڪئي. پر قاضي محمد ان کي رد ڪري ڇڏيو. جنهن بعد مهدي جونپوري هن کي ۽ هن جي اولاد کي تمام گهڻي دعا ڪئي.

قاضي محمد اڄ مان بکر آيو هو پر "اڄي" نالي سان مشهور هو. قاضي شڪر الله ۽ قاضي محمد اصل هرات جا هئا. انهيءَ ڪري قاضي شڪر الله

جي سفارش تي ميرزا شاھ حسن بيگ ارغون، قاضي محمد کي سڏائي قاضيءَ جو عهدو ڏنو. سندن اولاد پڻ وڏن وڏن عهدن تي فائز هو. قاضي محمد ٺٽوي 964ھ/1556ع ۾ وفات ڪئي ۽ سندس قبر مڪليءَ تي آهي.

**ٺٽوي، قاضي محمد يحيٰ جعفري:** ٺٽوي محمد يحيٰ جعفري بن قاضي محمد حسن جي خاندان جو بزرگ. قاضي محمد اُچي ميرزا شاھ حسن بيگ جي دور ۾ ٺٽي جو قاضي مقرر ٿيو. ان کانپوءِ قاضي محمد جو پٽ شيخ فريد قاضي بڻيو. شيخ فريد جي فيصلن جا نقل مخدوم محمد هاشم جي تصنيف ۾ ملن ٿا.

قاضي محمد يحيٰ ٺٽوي پنهنجي والد قاضي محمد حسين جي ئي زماني ۾ قاضي جي عهدي تي فائز ٿيو. جو تہ آخري عمر ۾ قاضي محمد حسين جي اکين جي بينائي ڪمزور ٿي ويئي هئي. قاضي يحيٰ شرعي فيصلن ۾ انصاف ۽ احتياط کان ڪم وٺندو هو. هي قاضي القضاۃ جي منصب تي عالمگير بادشاھ جي طرفان مقرر ٿيو. ان کي عهدي ملڻ جي تاريخ عبدالباسط ٺٽويءَ جي هن فقري "نافذالعمل" (1103ھ/1691ع) مان نڪري ٿي. قاضي محمد يحيٰ ٺٽوي پنهنجي عهدي کي ڪاميابيءَ سان هلائيندي 1137ھ/1724ع ۾ وفات ڪئي.

**ٺٽوي، محمد ابراهيم خليل** (1827ع-1899ع): محمد ابراهيم ولد عبدالڪريم "خليل" ٺٽي ۾ پيدا ٿيو. فارسي ۽ عربيءَ ۾ تحصيل ڪيائين. ڪيس ننڍي هوندي کان فارسي نظم ۽ نثر سان چاھ پيدا ٿيو. پهريان "مسڪين" تخلص هوس ۽ "ديوان مسڪين" مڪمل ڪيائين، پر پوءِ دوستن خاص طرح محمد زاهد شاڪراڻيءَ جي مشوري تي پنهنجي نالي جي نسبت سان تخلص "خليل" اختيار ڪيائين ۽ ٻيو "ديوان خليل" تيار ڪيائين. انهن ٻن ديوانن کان سواءِ خطن جا مجموعا ڪٺا ڪيائين، هڪڙي جو نالو " ڪشڪول مسڪين" ۽ ٻئي جو نالو " مائده خليل" رکيائين. خليل سنڌي شاعريءَ ۾ بہ طبع آزمائي ڪندو هو ۽ تخلص "اداسي" استعمال ڪندو هو. غلام محمد شاھ گدا جي ترغيب تي هندي (اردو) ۾ بہ ٿورو گهڻو لکيو. خليل جا پنهنجي دور جي شاعرن سان گهرا تعلقات هئا. ڪراچيءَ مان شايع ٿيندڙ پارسي اخبار "مفرح القلوب" ۾ هن جا شعر شايع ٿيندا هئا. خليل جو يادگار ڪارنامو سندس ڪتاب "تڪملہ مقالات الشعرا" آهي. جنهن کي هن مير علي شير قانع جي ڪتاب "مقالات الشعرا" جي طرز تي لکيو، ان ۾ هن پنهنجي دور جي پارسي گو شاعرن جو ذڪر ڪري کين زندھ ڪري ڇڏيو آهي. خليل کي سنڌي شاعريءَ تي بہ اوتري مهارت حاصل هئي جيتري پارسي شاعريءَ تي. هن جي سنڌي شاعريءَ ۾ رواني ۽ سلاست هئي.

**ٺٽوي، محمد حسين شوقي:** محمد حسين ولد ملا عبدالرؤف "شوقي"، ٺٽي جي چوٽيءَ وارن نامور صوفي شاعرن مان ٿي گذريو آهي. گهڻو ڪري شاهجهان آباد (دهلي) ۾ گذاريندو هو. سنڌ جي نامور صوفي مير محمد هاشم رضوي نصرپوريءَ جو مريد ۽ شاھ شڪر الاهي ٺٽويءَ جو دوست هو. هڪ دفعي ٺٽي جو محتسب مقرر ٿيو ٻيو دفعو ٺٽي جو صدر مقرر ٿيو. فقيريءَ سان گڏ اميريءَ جو درجو بہ حاصل رهيس. شيخ بهاءُالدين آمليءَ جي مثنوي "نان حلوا" جي تتبع ۾ "مثنوي نغمات شوقي" سندس يادگار مثنوي آهي، جنهن ۾ تصوف جي چاشنيءَ سان گڏ پنهنجي مرشد ۽ پنهنجي دوست شاھ شڪر الاهي جي ارادت جو پوري انصاف سان اظهار ڪيو اٿس. ان کانسواءِ مثنوي ناز ونياز ۽ ٻيون ڪي مثنويون يادگار ڇڏيون اٿس. تاريخ گوئيءَ ۾ پورو ڪمال حاصل هوس.

هو 12هين صديءَ جي بزرگن مان آهي . هو تحفتہ الڪرام جي تصنيف 1181ھ/1767ع کان اڳ ۾ وفات ڪري چڪو هو.

**ٺٽوي، محمد روشن:** محمد روشن تخلص 'ذهين'، ٺٽي جي حاڪم مرزا غازي بيگ وقاريءَ جو درباري شاعر ۽ سندس مداح هو. مٿس مرزا غازيءَ جون اڻتريون مهربانيون هيون، جو جڏهن مرزا لاڏاڻو ڪيو، تڏهن هو دنيا کان دل برداشتہ ٿي فقيري اختيار ڪري بي قرار زندگي گذارڻ لڳو. ان کان پوءِ هن هميشہ سير سياحت ۾ ڪڏهن ڪٿي، ڪڏهن ڪٿي رهي، حياتيءَ جا دم پورا ڪيا. سندس وفات 1009ھ/1600ع ۾ ٿي.

**ٺٽوي، محمد زمان شاھ "ساقي"** : محمد زمان شاھ ولد مرزا شاھ رضوي مهدوي "ساقي" مشهور ولي الله يوسف مهديءَ جي اولاد مان هو. سندس خاندان هميشہ علم ۽ اميريءَ ۾ اڳيرو هو. جڏهن سنڌ تي مغلن جا نواب حڪومت ڪندا هئا، تڏهن هن خاندان جي ڪيترن بزرگن کي سرڪار ۾ وڏا عهدا مليل هئا. جنهن جو گهڻو ذڪر 'تحفة الڪرام' ۾ موجود آهي. غلام مرتضيٰ شاھ مرتضائي بہ هن ئي خاندان مان هو. ساقيءَ کي سياست سان دلچسپي هئي، هو ضلعي ٺٽي جي خلافت ڪميٽيءَ جو سيڪريٽري هو. 1920ع ۾ پير غلام مجدد جي صدارت هيٺ خلافت جو جيڪو جلسو ڪوٺايو ويو هو. ان جي ڪاميابيءَ لاءِ هن گهڻو ڪم ڪيو هو. ساقي پنهنجي وقت جو نهايت لطيف شاعر هو. ماستر نرملداس سکر وارو سندس استاد هو. هن ڪيس پارسي پڙهائي ۽ عروض جا ابتدائي سبق ڏنا. شاعريءَ ۾ سندس استاد مرتضائي ۽ شاڪر هئا. هن جون ڪافيون خاص ڪري ٺٽي ۽ ڪراچي ضلعي ۾ نهايت مقبول هيون. مولوي دين محمد وفائي سندس ڪافين بابت لکي ٿو "سندس ڪافين جا هڪ بہ ڪتاب ڇپجي ورهائجي ويا آهن جن ۾ محمد زمان يا زمان شاھ تخلص ڪيو اٿس. سندس ڪلام جي مقبوليت جي هيءَ حالت آهي جو لاڙ ملڪ ۾ يڪتارن تي سندس ڪلام کي عام جام فقير فقراءَ ڳائين ٿا ۽ ماڻهو حظ حاصل ڪن ٿا.

ساقي نہ صرف ڪافيءَ جو شاعر هو، پر هو غزل ۽ نظم جو بہ شاعر هو. هو غزل ۾ پنهنجو تخلص 'ساقي' ڪم آڻيندو هو. پر ڪافيون 'زمان شاھ' جي نالي سان ٺي چوندو هو. ساقيءَ جو لاڳاپو بزم مشاعره لاڙڪاڻي سان بہ رهيو هو. هن جا ڪيترا غزل بزم مشاعره لاڙڪاڻي جي طرحن تي چيل آهن، جي "الحقيقت" ۽ "گلدستہ سنڌ" ۾ محفوظ آهن.

ساقيءَ جو ڪيترو ڪلام الوحيد، توحيد ۽ الحق (سکر) اخبارن ۾ بہ شايع ٿيندو هو. هن هڪ مخمس ڪريما نالي لکيو هو. جنهن جو ڪجھ حصو 'الحق' ۾ شايع ٿيو هو. هن اقبال جي "فرياد امت" جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو هو. جيڪو سندس وفات کان پوءِ 'الوحيد' اخبار ۾ 16 جون 1929ع ۾ شايع ٿيو هو. ساقي گهڻو وقت ڪراچي ۾ ڪڏي ۾ مريدن وٽ گذاريندو هو. ساقيءَ جي زندگي گهڻو ڪري تنگدستيءَ ۾ گذري، جنهنڪري ڪيترن وقتن تي هن پنهنجن بزرگن جا جمع ٿيل قيمتي مسودا بہ ڏئي ڇڏيا، جن مان ڪجھ مولوي دين محمد وفائيءَ ورتا هئا.

**ٺٽوي، محمد شفيع رضوي:** سيد محمد شفيع رضوي بکري، سيد محمد يوسف مهدوي بکري ٺٽويءَ جي اولاد مان امير ۽ اهل قلم ٿي گذريو آهي. مغليہ دربار مان ڪيس پهريان لطف علي خان جو لقب حاصل ٿيو ۽ ان کان پوءِ شجاعت عليءَ جي خطاب سان سرفراز ٿيو. شروعات جي تعليم ٺٽي مان حاصل ڪري، وڏي ڪماليت جي درجي کي پهتو ۽ حڪومت ۾ پوري طرح رسوخ حاصل ڪري ورتائين. سلطان فرخ سير جي زماني ۾ جڏهن ٺٽي جو

گورنر عطر خان ولد نواب سيد خان چنگيزي مقرر ٿي آيو. تڏهن ڏنو ويو ته حڪمرانيءَ جو اهل ثابت نه ٿيو. دربارِ شاهيءَ ۾ شڪايتون پهچڻ لڳيون. جنهن تي مير لطف علي خان (محمد شفيع رضوي) کي مقرر ڪيو ويو ته عطر خان کان چارج وٺي. گورنريءَ جا اختيار پنهنجي قبضي ۾ آڻي، مگر عطر خان انڪار ڪيو. لطف علي (محمد شفيع رضوي) خان هڪ بهادر شخص هو. جنهن عطر خان سان جنگ جوٽي. هڪ سال اندر کيس گهيري ۾ سوگهو ڪيو هو. ان کان پوءِ عطر خان جنگ جي ميدان ۾ قتل ٿي ويو ۽ ٺٽي جي حڪومت قبضي ۾ آئي. جيتوڻيڪ مير لطف علي خان 1125هه/ 1731ع ۾ حڪومت جو مالڪ ٿي چڪو هو. پر 1127هه/1714ع ۾ عطر خان جي قتل کان پوءِ هن جو ڪوبه مقابل يا حريف باقي ڪونه بچيو. انهيءَ زماني ۾ شاهي دربار مان کيس "شجاعت خان" جو خطاب عطا ٿيو هو. آخر سال 1128هه/ 1715ع ۾ دهلي دربار مان کيس معزول ٿيڻ جو پروانو پهتو. ان کان پوءِ به سرڪار پاران وڏن وڏن عهدن تي مقرر ٿيندو رهيو ۽ عزت پري حياتي گذاربائين. هو اڙدو هو. ڪنهن کي مجال نه هوندي هئي ته سندس سامهون آڪڙ ڪري هلي. ان سان گڏ ڏاڍو متواضع، حليم ۽ بردبار طبع ۽ سليم الطبع غريب نواز هو. شاعريءَ ۾ وڏي دسترس هئس. نظم کان سواءِ نثر ۾ به ڪماليت جو مالڪ هو.

ٺٽي جو مشهور ۽ بي مثال شاعر محمد حسن سندس شاگرد ۽ تربيت يافته هو ۽ سندس خدمت ۾ رهي، هن ڪماليت حاصل ڪئي هئي. شعر ۾ 'همت' تخلص ڪم آڻيندو هو. وڏو اولاد ڇڏي ٻڍاپڻ ۾ 1144هه/ 1731ع ۾ وفات ڪيائين.

**ٺٽوي، محمد ڪريم اصفهاني**: محمد ڪريم اصفهاني سلطان فرخ سير جي زماني ۾ امير محمد رضي خان ٺٽي جي حاڪم سان گڏ 1137هه/1724ع ۾ دهليءَ مان ٺٽي پهتو. وڏيءَ عزت سان سرڪاري عهدي تي رهيو. جڏهن نادر شاهه ملڪ تي حملي آور ٿيو تڏهن هي امين الملڪ ۽ وڪيل رعايا جي عهدي تي پهتو. نندا وڏا سندس سخا ۽ مروت کان ڏاڍا خوش هوندا هئا. سندس مجلس ۾ هميشه شاعرن جو ٽولو موجود رهندو هو. هر هڪ جي قدر آهر خدمت ۽ مدد ڪندو هو. گهٽو پڙهيل نه هو پر پوءِ به پنهنجي طبعي ذهانت ڪري عمدو شعر چوندو هو. شعر ۾ 'عاشق' تخلص استعمال ڪندو هو. ٺٽي جو مشهور شاعر محمد محسن ٺٽوي سندس استاد ۽ صحبتي هو. محسن جو مشهور ڪتاب "محڪ الڪمال" به اصفهاني محمد ڪريم جي مدد سان جمع ٿيل آهي. سندس ڪن غزلن جا جواب مير قانع لکيا آهن. جن جو تفصيل مقالات الشعراءِ ۾ موجود آهي. محمد ڪريم اصفهاني ٺٽويءَ جي وفات ٺٽي ۾ 1155هه/ 1742ع ۾ ٿي.

**ٺٽوي، محمد محسن پاٽولي**: محمد محسن ولد نور محمد يعقوب ذات جو پاٽولي هو. سندس وڏا ريشم جو ڪاروبار ڪندا هئا. هي ٻارڙو جڏهن سمجهه پريو ٿيو تڏهن مڪتب ۾ داخل ٿيو، تعليم دوران شعر ۽ شاعريءَ ڏانهن سندس لاڙو وڌندو ويو ۽ اجا ڪجهه وڏو ٿيو ته رنگين طبيعت وارا جوهر ظاهر ڪرڻ لڳو. ٺٽي جي گورنر مير لطف علي خان رضوي بڪريءَ جي صحبت ۾ رهي، سندس طبع سندس اصلي جوهر ڏيکاريا. مير صاحب پاڻ وڏو شاعر هو ۽ سندس شعر و سخن جو چرچو علم ادب جي مجلسن ۾ ٿيڻ لڳو. جنهنڪري محسن جو مزاج شگفته ٿيندو ويو. انهيءَ زماني ۾ آقا محمد جنهن جو تخلص اصفهاني هو ٺٽي ۾ اچي مقيم ٿيو هو هڪ محب اهل بيت ۽ اهل زبان شاعر هو محسن سندس خدمت ۾ پهچي ڪانئس سخن جي اصلاح ڪرائيندو رهيو. آخر محسن جو درجو ايڏو بلند ٿيو جو مير قانع لکي ٿو ته: "ٺٽي ۾ شاعريءَ ۾ ايڏي ڪماليت ۽ پاڪيزه سخن ۾ لطافت ڪلام وارو شاعر پيدا ڪونه ٿيو. هندي تمثيل ۽ شاعرانه مناسبتن کي ايراني ۽ هندستاني استادن جي رنگ ۾ رواج ڏنائين. سندس حياتيءَ ۾، سندس ڪلام سموري ملڪ ۾ پکڙجي ويو. جيڪو به علمي ذوق وارو ٺٽي ۾ آيو ٿي ۽ سندس ڪلام کان واقف ٿيو ٿي ته "ديوان محسن" کي ڏاڍي شوق سان نقل ڪرائي ويندو هو هندستان مان جيڪي به ٺٽي ۾ حاڪم مقرر ٿي ايندا هئا ته محسن جو ادب ڪندا رهندا هئا. خصوصاً ٺٽي جي بنهه آخري حاڪم نواب صادق علي خان سان سندس گهاٽا لاڳاپا هئا ۽ سفر ۾ سندس صحبت ۾ رهندو هو ۽ ان جي شان لاءِ ڪي قصيدا به لکيائين.

سموري زندگي شاعراڻي وضع ۾ رهيو. سندس صحبتون فيض ۽ فائدي کان خالي نه هونديون هيون. جڏهن 1149هه/1736ع ۾ دهليءَ جو قبضو سنڌ تان ختم ٿيو ۽ ٺٽو مير ميان يار محمد ڪلهوڙي جي حوالي ٿيو تڏهن محمد محسن شاعر جو ميان صاحب سان تعلق ٿيو ۽ کيس 8 آنا روزينو مقرر ڪري ڏنو ويو. جنهن مان پنهنجو گذران ڪندو هو. محسن شاعر جي چوطرف شاگردن جو وڏو حلقو هوندو هو. جن ۾ ڪي ايراني نوجوان، سخن سنج ۽ سخن فهم به هوندا هئا . آقا زڪي ڪرماني، جيڪو نادر شاهه جي زماني ۾ سنڌ ۾ پهتو ۽ ٺٽي ۾ اچي مقيم ٿيو. ان جون ٺٽي جي شاعرن سان ملاقاتون ٿينديون هيون. ان کان پوءِ جڏهن خدا آباد اچي رهيو. تڏهن پنهنجا شعر محسن ڏانهن اصلاح لاءِ موڪليندو هو.

محسن نظم ۾ وڏا وڏا داستان لکيا آهن. سندس تصنيفن مان هيٺيان ڪتاب يادگار آهن:

(1) عقد دوازده گوهر (امامن اهلبيت جي مناقب ۾)، (2) حملہ حسيني (هن ڪتاب ۾ 12 هزار شعر آهن. ۽ هي ڪتاب حملہ حيدري جي تتبع تي لکيو ويو آهي)، (3) ديوان محسن، (4) قصائد محسن، (5) بياض محڪ ڪمال ( جنهن ۾ ايران ۽ هندستان جي شاعرن جي ڪلام جو انتخاب آهي. تتبع ۾ سندس غزليات به موجود آهن)، (6) طرز دانش نظم در بيان ولادت حضرت صاحب الزمان امام مهدي عليہ السلام.

هن فارسي گو سنڌي شاعر 42 سالن جي ڄمار ۾ 20 شوال 1163هه/1749ع ۾ وفات ڪئي.

**ٺٽوي، محمد مقيم 'شاعر'**: هن فاضل شاعر ترخانن جي زماني ۾ ۽ سنڌ جي پوئين حاڪم مرزا جاني بيگ جي درٻاري شاعر جو عهدو حاصل ڪيو هو. جڏهن مرزا جاني بيگ تي مرزا عبدالرحيم خان خانان ڪاهي آيو ۽ کيس ٺٽي مان گرفتار ڪري اڪبر بادشاهه جي دربار ۾ وٺي ويو، تڏهن مرزا جانيءَ سان سندس اهل عيال سميت جيڪي به خاص ماڻهو گڏ هئا، تن ۾ محمد مقيم شاعر به هو مرزا جي مرضي هوندي هئي ته محمد مقيم کي اڪبر اعظم جي دربار ۾ پهچائي، پر اهڙو موقعو اڳ ۾ هن کي ڪڏهن به نه ملي سگهيو. هڪ دفعي اڪبر بادشاهه جي ڪچهريءَ ۾ مرزا جاني بيگ سنڌي گويا پيش ڪيا، جن سنڌي زبان ۾ عمر مارئيءَ جي سر مان ڳايو بادشاهه فرمايو ته عمر مارئي سنڌي قصي جي حقيقت ڇا آهي. مرزا عرض ڪيو ته مُقيم شاعر کي جيڪڏهن مُلاقات جو شرف حاصل ٿئي ته هو ان قصي کان پورو واقف به آهي ۽ پوري طرح بيان ڪري سگهي ٿو. مگر بادشاهه ان ڳالهه تي پورو توجهه نه ڏنو. جنهنڪري اڪبر اعظم جي ڪچهريءَ ۾ پهچڻ کان محروم رهجي ويو.

محمد مقيم 'مومل رائي' جي ڪهاڻي فارسيءَ ۾ منظوم ترجمو ڪئي هئي، جنهن جو نالو آهي "ترنم عشق". هو سنڌي ۽ فارسي، ٻنهي زبانن جو شاعر هو. مرزا جاني بيگ ۽ اڪبر اعظم جي همعصر هئڻ ڪري محمد مقيم کي ڏهين صدي هجريءَ جي آخر ۽ 11 صدي جي اوائل وارن سنڌي شاعرن ۾ شمار ڪري سگهجي ٿو.

**ٺٽوي، مخدوم آدم نقشبندي**: مخدوم آدم ٺٽي جو وڏو ولي ۽ نقشبندي طريقي کي سنڌ ۾ مروج ڪندڙ هو. سندس شجرو هن ريت آهي: مخدوم آدم ولد عبدالاحد ولد عبدالرحمان ولد عبدالباقي ولد محمد ولد احمد ولد آدم ولد عبدالهادي صديقي يمني مالڪي.

ڪتاب 'مرغوب الاحباب' جي مصنف جو چوڻ آهي ته سندن نسبي سلسلو سيدنا صديق اڪبرؓ سان وڃي ملي ٿو. سندس وڏا يمن جا رهاڪو هئا. سندن وڏو ڏاڏو عبدالباري سن 417هه/1026ع ۾ ڪاٺياواڙ پهتو. انهي زماني ۾ سلطان محمود غزنويءَ ڪاٺياواڙ تي ڪاهون ڪيون هيون. عبدالباريءَ جي ننڍي ڀاءُ عبدالخالق سلطان غزنويءَ سان ملي وڏو مرتبو ۽ مان حاصل ڪيو. سندس فرزند عبدالهادي اول ڪاٺياواڙ مان ڪڇ (ڀڄ) ۾ پهتو. ان کان پوءِ سندس خاندان مان ڪي بزرگ ٺٽي ۾ پهتا، جن ۾ مخدوم آدم به هو يارهين صديءَ جي آخر ٻارهينءَ صدي جي اوائل جو وڏو عالم ۽ بزرگ ٿي گذريو آهي. هن بزرگ جي بيعت جناب خواجه عروة الوثقيٰ محمد معصوم ولد نصرت امام رباني مجدد الف ثاني سان ٿيل آهي. جو اورنگزيب جو مرشد ۽ وقت جي وڏن ڪامل مرشدن مان ٿي گذريو آهي.

مخدوم آدم، جيڪو ظاهري علم جو هڪ وڏو عالم هو تنهن جو باطني طريقه تصوف ڏانهن ڪو به ڌيان نه هو. آخر ڪجهه مدت ڪان پوءِ ارادت جو معاملو استوار ڪري، سلوڪ جو سبق وٺي ذڪر فڪر ۾ لڳي ويو ۽ خواجه صاحب جي توجهه جو مٽس ايڏو اثر پيو جو ماسواءِ الله کان منقطع ٿي، حقيقت جي جذبي ۾ جذب ٿي رهيو 7 سال پنهنجي مرشد ڪامل جي خدمت ۾ رهي پوري استغراق سان سلوڪ جون منزلون طئي ڪيائين. جڏهن ڪماليت جي درجي تي پهتو، تڏهن حضرت خواجه عروة الوثقيٰ کيس خلافت جي خلعت ڍڪائي، وطن واپسيءَ جي اجازت ڏني ته جيئن ٺٽي ۾ خانقاهه قائم ڪري نقشبندي طريقي کي وڃي مروج ڪري. مخدوم صاحب ڪين عرض ڪيو ته سنڌ ديس ۾ اڳ ۾ ئي تمام گهڻا مشائخ ۽ اولياءَ آهن، انهن جي هوندي مون ڏانهن ڪير رجوع ڪندو؟ پر خواجه صاحب جي حڪم تي جڏهن مخدوم صاحب وطن واپس آيو تڏهن ماڻهن جا وٽس ميڙا مچي ويا. شيخ ابوالقاسم ٺٽوي، جيڪو وقت جو وڏو بزرگ هو سو مخدوم آدم جو فيض يافته آهي. شيخ ابراهيم لوهرائي، سيد فتح محمد، شيخ انيس ۽ مخدوم صابر ولهاري ۽ ٻيا وڏا وڏا اولياءَ مخدوم آدم جي فيض سان سرشار ٿيل آهن.

مخدوم صاحب جي وفات جو سال معلوم ٿي نه سگهيو آهي، پر تاريخن مان معلوم ٿئي ٿو ته هن بزرگ ٻارهين صديءَ جي اوائل ۾ وفات ڪئي. سندن مقبرو مڪليءَ ۾ عيدگاهه جي اتر ڪان آهي. پنهنجي حياتيءَ ۾ فرمايو هئائين ته منهنجي قبر بهشت جي طبقن مان هڪ طبقو آهي. خواجه محمد زمان لنواري واري جو ارشاد آهي ته سموريءَ مڪليءَ جي قبرستان ۾ مخدوم آدم جي مدفن جهڙو ٻيو ڪو متبرڪ مدفن نه آهي.

**ٺٽوي، مخدوم ضياءُالدين**: مخدوم ضياءُ الدين جو شجرو هن ريت آهي. مخدوم ضياءُ الدين ولد مخدوم ابراهيم ولد مخدوم هارون ولد مخدوم عمائب ولد مخدوم الياس. مخدوم صاحب نسب ۾ عراق جي مشهور صوفي عالم شيخ شهاب الدين سهروردي صديقيءَ (وفات 632هه/ 1234ع) سان وڃي ملي ٿو. مخدوم ضياءالدين جا وڏا ورياهه تعلقي جوڻ ۾ رهندا هئا، جتان مخدوم الياس جو پوٽو مخدوم هارون لڏي اچي ٺٽي ۾ ويٺو اُتي کيس فرزند ابراهيم پيدا ٿيو جو هڪ وڏو عالم ۽ صوفي صالح هو ابراهيم کي سن 1091هه/ 1680ع ۾ ضياءُ الدين تولد ٿيو. مخدوم ضياءالدين ٺٽي جي وڏي عالم مخدوم عنايت الله کان علم حاصل ڪيو ۽ انهيءَ ساڳي بزرگ وٽان علامه محمد معين ٺٽويءَ به ظاهري علمن جو فيض پرايو هو ۽ آخري وقت مخدوم محمد هاشم به وٽس پڙهيو هو ايڏي وڏي عالم جو شاگرد مخدوم ضياءالدين خود به هڪ وڏو نامور ۽ فاضل عالم ٿيو جنهن علمي تحصيل کان پوءِ پنهنجو جدا مدرسو قائم ڪيو جنهن مان سوين ماڻهو فيضياب ٿيا، انهن ۾ مخدوم نعمت الله ولد عبدالجليل سندس ڏوهٽو، مخدوم محمد هاشم ۽ ميان محمد ولد مخدوم احمد ٺٽوي شامل آهن.

مخدوم ضياءالدين عام ماڻهن جي سهولت لاءِ نماز روزي، زڪوات ۽ حج جا مسئلا سنڌي ڏوهيڙن ۾ ڪتابي صورت ۾ لکيا، جن کي مخدوم "ضياءُ الدين جي سنڌي" سڏيو وڃي ٿو. مخدوم ضياءالدين جو اهو رسالو اڳتي هلي بمبئيءَ مان ڇپيو جيڪو 'مخدوم ابوالحسن جي سنڌيءَ' کان پوءِ ابتدائي فقهي مسئلن سکڻ لاءِ ڏاڍو ڪارآمد آهي. مخدوم ضياءُ الدين 80 سالن جي ڄمار ۾ سن 1171هه/1757ع ۾ هن دنيا فاني مان لاڏاڻو ڪيو.

**ٺٽوي، مخدوم محمد صادق**: محمد صادق ولد ميان عبدالمجيد ولد مخدوم احمد علي قمري ٺٽي جو وڏو عالم ۽ بزرگ ٿي گذريو آهي. مخدوم احمد علي ٺٽي جي مشهور وليءَ ڪامل مخدوم، آدم نقشبنديءَ جو ڀاءُ هو ۽ کيس خوش الحانيءَ سبب قمريءَ جو لقب ڏنو ويو هو. سندس فرزند عبدالجميل ٺٽي جي مشهور فاضل مخدوم ضياءالدين جو نائي هو، جنهن مان مخدوم محمد صادق پيدا ٿيو. محمد صادق علمي خاندان ۾ جنم وٺڻ سبب نوجوانيءَ ۾ ئي سمورن علمن جي تحصيل ڪئي. ان کان پوءِ حرمين شريف جو سفر ڪري حديث جي سند حاصل ڪري ٺٽي ۾ اچي رهيو. ڪن معتقدن جي ڪشش ۽ ڪوشش سان جهونا ڳڙهه به وڃي رهيو، جتي سندس گهڻو احترام ٿيندو رهيو. هڪ دفعي ٺٽي ۾ واپس اچي جڏهن ٻيهر جهونا ڳڙهه ڏانهن اُسهيو ۽ ڪڇ ڀڄ رياست مان لنگهي رهيو هو ته "تري" جي ڳوٺ ۾ وفات ڪيائين. مخدوم صاحب ٻارهين صديءَ جي پوئين اڌ ڌاري اُتي ئي دفن ٿيو.

مير علي شير قانع مقالات الشعراء ۾ لکي ٿو "ته زبان جو اهڙو چٽو ۽ صاف گو هوندو هو، جو گفتگو ڪندي نثر کي نظم ۾ ادا ڪندو ويندو هو. سندس طبيعت جي ذڪاءَ تي فخر ڪرڻ گهرجي. هڪ دفعي علامه فيضيءَ جي هڪ غزل تي گفتگو ٿي رهي هئي، جنهن غزل جو هر هڪ مصرعو ڇهن بحرن ۾ تقطيع ڪري پيو سگهجي. انهيءَ غزل جي عروضي صنعت موجب هيٺين بحرن ۾ تقطيع ڪري سگهجي ٿي. (1) رجز مطوي: مفتعلن مفتعلن فاعلن (2) بحر رمل خفيف: فاعلاتن مفاعلن فعلن (3) بحر رمل سالم- فاعلاتن فاعلاتن فاعلن (4) بحر رمل مجنون. فاعلاتن فعلاتن فعلن. انهيءَ صنعت تي هن به هڪ غزل چيو مير فاتح لکي ٿو ته: "انهي مجلس ۾ آءُ به هئس جو سندن ادنيٰ شاگرد آهيان". سندس همعصرن ۽ حالات مان معلوم ٿئي ٿو ته هو ٻارهين صديءَ جي بزرگن مان هو.

**ٺٽوي، مخدوم محمد معين:** علامہ مخدوم محمد معين ٺٽوي عرف ٺارو ذات جو ڏَل. ٺٽي جو رهاڪو هو. مخدوم صاحب جو خاندان سنڌ ۾ اعليٰ درجي جو علمي، ادبي ۽ مذهبي خاندان هو. سندس والد مخدوم محمد امين پڻ ٺٽي جي وڏن عالمن ۾ شمار ٿيندو هو. محمد امين جي شادي ٺٽي جي مشهور شاعر مير منشي فاضل خان (بادشاهہ اورنگزيب عالمگير جو مقرب) جي نياڻيءَ سان ٿي. جنهن مان مخدوم معين پيدا ٿيو. مخدوم صاحب جي ولادت جي سال بابت تاريخ خاموش آهي. مخدوم معين ننڍي هوندي کان ئي تمام ذهين ۽ پڙهاڪو هار هو. ابتدائي تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ مخدوم عنايت الله جو شاگرد رهيو. مخدوم عنايت الله جي 1114 هہ/ 1702ع ۾ وفات کان پوءِ شاهہ ولي الله وٽ علم حاصل ڪرڻ لاءِ ويو ۽ بعد ۾ مخدوم ابوالقاسم نقشبندي کان تصوف جي تعليم ورتائين. شاهہ ولي الله وٽ تعليم حاصل ڪرڻ دوران هن ايتري ذهانت سان علم حاصل ڪيو جو شاهہ ولي الله کيس چوندو هو تہ "فقد رکبت غضنفرا". (ترجمو: بيشڪ تون (تحقيق جي ميدان ۾) شينهن تي سوار آهين).



مخدوم معين ٺٽوي جي مزار

مخدوم محمد معين، شاهہ ولي الله وٽ رهي ڪري وحدت الوجود جي مسئلن بابت گهڻو ڪجهہ پرايو. ٺٽي ۾ هن سيد علي رضا کان شيخ محي الدين ابن عربي جو مشهور رسالو "فصوص الحکم" پڙهيو ۽ ان کان پوءِ ابن عربي جي صوفيائي مسلڪ جو سخت حامي ٿي رهيو. شاهہ عبداللطيف ڀٽائي ۽ مخدوم محمد معين پاڻ ۾ تمام گهاٽا دوست هوندا هئا. ڪڏهن شاهہ صاحب، مخدوم صاحب وٽ تہ ڪڏهن مخدوم صاحب شاهہ صاحب وٽ وڃي ٽڪندا هئا. انهن ٻنهي بزرگن ۽ مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي وچ ۾ هميشہ مناظرا ٿيندا رهندا هئا.

مخدوم محمد معين ٺٽوي جڏهن دهليءَ مان ٺٽي واپس آيو تڏهن مخدوم هاشم ٺٽوي هن وٽ حديث جي علم جي سند حاصل ڪئي، مگر پوءِ ٻنهي جي وچ ۾ سخت اختلاف پيدا ٿي پيا ۽ مخدوم هاشم پنهنجي استاد جو ڪو بہ لحاظ نہ ڪيو. مخدوم محمد معين جي شاگردن ۽ دوستن ۾ شاهہ فقيرالله علوي، مخدوم جلال محمد، مولوي محمد صادق، مخدوم محمد حيات سنڌي مدني، جعفر شيرازي، شرف الدين علي، مير مرتضيٰ سيوستاني ۽ مير نجم الدين عزلت (مخدوم معين جو ڀاڻيجو) جا نالا سر فهرست آهن. مقالات الشعراء جو مولف لکي ٿو تہ، "مخدوم محمد معين ٺٽوي پنهنجي دور جو تمام وڏو عالم ۽ بزرگ هو انهي ڪري کيس ڪافي مخالفت سهڻي پئي. پاڻ شاهہ عبداللطيف جو ساٿي ۽ صحبتي هو. شعر بہ ڪافي چيائين. هن جو شعر فارسي ۽ هندي (اردو) ۾ آهي. فارسي ۾ "تسليم" ۽ اردو ۾ "بيراگي" تخلص استعمال ڪندو هو".

مخدوم محمد معين پنهنجي دور ۾ هڪ وڏو مذهبي عالم هجڻ سان گڏ صوفيائي ۽ فقيرائي لڏي جو درويش پڻ هو. زندگيءَ جو آخري دم پنهنجي دوست لطيف سائين جي هنج ۾ ڏنائين. شاهہ صاحب پنهنجي مريدن کي چيو تہ هلو تہ يار جو آخري ديدار ڪري اچون ۽ پاڻ پٽ تان پنهنجن مريدن سميت اچي ٺٽي ۾ مخدوم معين وٽ پهتا، اتي اڳ ئي راڳ ۽ سماع هو، بس جيئن ئي مخدوم معين شاهہ صاحب جي هنج ۾ ستو تيئن ئي پاڻ هن فاني جهان مان لاڏاڻو ڪري ويو. سندس وفات 1161هہ / 1747ع ۾ ٿي.

سندس وفات تي محمد محسن ٺٽوي، مخدوم نعمت الله ٺٽوي، مخدوم رحمت علي ٺٽوي، ميان محمد پناهہ رجا ٺٽوي، ميرزا محمد فاضل بيگ 'فاضل' ۽ ٻين ٺٽي جي شاعرن قطعہ تاريخون چيون آهن.

مخدوم محمد معين جون تصنيفون لاتعداد آهن ۽ سوين تصنيفون تہ اڻلڀ آهن. تنهن هوندي بہ هيٺيون تصنيفون مشهور آهن. (1) دراسات اللبيب، (2) حجة الجليلة، (3) نور العين، (4) انور المجدفي مخ الوجد، (5) مواهب سيد البشر، (6) الجود الثمين، (7) الخواطف التصوف، (8) مطارحات التحقيق في برهان التطبيق، (9) رسالة الاعتدالات الاربعہ، (10) رفع الغين، (11) رفع الاشکال والزحمة، (12) ايقاظ الوسنان، (13) وحدة الوجود ابوالموجود، (14) الابداح في محاکمة بين النووي وابن الصلاح، (15) الحق الصريح، (16) رسالة الکلي الطبعي، (17) المدرار الديمية علي حاشية القديمة، (18) شرح ديوان حافظ، (19) حاشيہ شرح زوراءِ، (20) بهجة النظائر في براة الابرار، (21) مجموعہ رسائل مخدوم معين 17 جلد، (22) مجموعہ رسائل مخدوم معين 15 جلد، (23) مجمع النکات، (24) غاية ما ظهر الاضعف الانام في ان الکلام المتحمل لا يوجب، (25) بادهت الورود في اثبات وحدت الوجود، (26) بوادر الجود في تحرير وحدت الوجود، (27) مرات الشهود بوحدت الوجود الموجود، (28) صدع القدم في تحقيق الوجود بالعلم، (29) طريقت العون في حقيقت الکون، (30) الاعتدالات الا ربعت، (31) الحق الصريح فيما بلحق بشعور الميت في الفريح، (32) رفيع العين في تنزل العليم الي العين، (33) رفع الاشکال والرحمت ما لالکل الولي الرحمت، (34) غايت الايضاح في الحکمت بين التوري وابن اصلاح، (35) الجوهر الثمن في اثبات قلم التکوين، (36) الادب الباقيت علي شريفت في علم المناظرت، (37) غايت ماظهر الاضعف الانام، (38) منتجيب من جمع النکات، (39) ثبت الشيخ محمد معين، (40) بياض مخدوم معين، (41) رسالهاويسيہ.

مٿين ڪتابن مان پهريون ۽ آخري ٻئي ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن. 'دراسات اللبيب' ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ طرفان 1960ع ۾ شايع ٿيو ۽ 'رسالا اويسيہ' فارسي متن سان گڏوگڏ حڪيم نياز همايوني جو ڪيل سنڌي ترجمو بہ سنڌ ثقافت کاتي پاران 2005ع ۾ شايع ڪيو آهي. مخدوم صاحب جا باقي ڪتاب شايع ناهن ٿيا.

**ٺٽوي، مخدوم محمد معين جو ڪتب خانو:** مخدوم محمد معين ٺٽوي وڏو عالم ٿي گذريو آهي. هو حضرت شاهہ عبداللطيف جو گهاٽو دوست، همخيال، شاهہ ولي الله دهلوي محدث جو شاگرد، حضرت ابوالقاسم نقشبنديءَ جو تربيت يافتہ، تصوف ۽ ترڪ تقليد جو شاگرد ، راڳ رهاڻ جو شائق ۽ موسيقيءَ جو وڏو ڄاڻو هو. کيس مخدوم ناري جي نالي سان بہ سڏيندا هئا. مخدوم معين جي همعصر تذڪرن مان معلوم ٿئي ٿو تہ

سنڌس ٺٽي ۾ وڏو مدرسو هو. مخدوم صاحب جون سوا سؤ کان مٿي عربي ۽ فارسيءَ ۾ تصنيفون مليون آهن. ان دور ۾ وٽس وڏو ڪتب خانو هو پر اهو وقت گذرڻ سان ختم ٿي ويو.

**ٺٽوي، مخدوم محمد هاشم**: مخدوم صاحب جو والد مير پور بٺوري شهر ۾ رهندو هو جتي 10 ربيع الاول تي 1104هه/1692ع تي مخدوم محمد هاشم پيدا ٿيو. سيد حسام الدين مقالات الشعراءِ جي حاشيي ۾ مخدوم صاحب جو حسب هن طرح لکيو آهي. شيخ الڪبير محمد هاشم بن عبد الغفور بن عبدالرحمٰن بن عبداللطيف بن عبدالرحمٰن بن صغيرالدين حارثي السندي البٺورائي بحرام پوري ثم التتوي. مخدوم صاحب حارث بن عبدالمطلب جي اولاد مان آهي. ان لاءِ حارثي لکندو هو. ذات جي لحاظ کان پاڻ پنهور هو. ڪن ماڻهن جو چوڻ آهي ته پنهور عرب جو هڪ قبيلو آهي جيڪو سنڌ فتح ٿيڻ کان پوءِ عرب ڇڏي اچي سنڌ ۾ آباد ٿيو. مخدوم صاحب جو خاندان شروع کان ئي وٺي علمي ۽ ديني خاندان هو. سندن والد پنهنجي زماني جو وڏو عالم هو. ان لحاظ سان مخدوم صاحب هڪ علمي ۽ ديني گهر ۾ اکيون کوليون ۽ سندن والد پنهنجي فرزند کي بهترين ديني ۽ اخلاقي تربيت ڏني. مخدوم صاحب قرآن پاڪ جو حفظ ۽ عربيءَ جي شروعاتي تعليم جو صرف نحو وغيره پنهنجي والد وٽ پڙهيو. جڏهن سندس عمر 9 سال ٿي ته سندن والد هن دنيا مان رحلت فرمائي ويو ۽ مخدوم صاحب پنهنجي والد جي شفقت ۽ محبت کان محروم ٿي ويو. ٺٽو ان وقت علمن جو مرڪز هو. هن جي چئني پاسن کان علم ۽ فقه وحديث جون وڏيون درسگاهون هيون. جتي وڏا وڏا عالم ۽ محدث پنهنجي علم سان اُڄاڻن جي اُڃ اُجهائي رهيا هئا. ٺٽي ۾ مخدوم غلام محمد سليم ۽ مخدوم ضياءالدين جو وڏو مدرسو هو. مخدوم محمد هاشم ان وقت عربيءَ جا رائج ڪتاب مخدوم محمد سعيد وٽ پڙهيا ان کان پوءِ حديث جا آخري ڪتاب مخدوم ضياءالدين وٽ پڙهي ۽ پنهنجي علم جي پڄاڻي ڪئي ۽ حديث جي سند حاصل ڪئي. علمِ حديث ۾ مخدوم محمد معين کان به مستفيد ٿيو. مخدوم صاحب اهو سڀ علم ڏهن سالن ۾ پڙهي پورو ڪيو. مدرسي جي تعليم کان پوءِ مخدوم صاحب بٺوري لڳ بهرام پور ۾ اچي مدرسو کوليو پر مقامي پيرن ۽ وڏيرن جي اٽڪلٽ ڪري مدرسي کي بند ڪري اچي ٺٽي ۾ مستقل رهائش اختيار ڪيائين. ٺٽي جي مرڪزي شهر ۾ رهڻ جي ڪري سندس علم جي ساک پري پري تائين پکڙجي ويئي، جنهن ڪري سوين طالب علم اچي سندس درس ۾ شريڪ ٿيا.

مخدوم صاحب 1135هه/1722ع ۾ حج جي زيارت لاءِ روانو ٿيو. مڪي ۽ مديني جي وڏن عالمن کان حديث ۽ تصوف جي اجازت جون سندون حاصل ڪيائين. جن ۾ علامه شيخ عبدالقادر مڪي حنفي، شيخ عبد بن علي مصري، شيخ محمد ابو طاهر ڪردي مدني وغيره مشهور آهن. مخدوم پنهنجي استادن جو ذڪر پنهنجي مشهور ڪتاب "اتحاف الاڪابر في مسانيد شيخ عبدالقادر" ۾ ڪيو آهي. مخدوم صاحب کي مديني شهر جي رهڻ واري عرصي ۾ جمعرات 9 رجب المرجب 1136هه بمطابق 1723ع ۾ خواب ۾ پيغمبرِ اسلام صلي الله عليہ وسلم جي زيارت جو شرف حاصل ٿيو جنهن جو ذڪر پنهنجي ڪجهه ڪتابن جي حاشين ۾ ڪيو اٿس ۽ پنهنجي يادداشت لاءِ پنهنجو دستخط پڻ ڪيو اٿس. مخدوم صاحب روحاني علم جي حصول ۽ بيعت لاءِ ان وقت سنڌ جي عظيم روحاني پيشوا مخدوم ابوالقاسم نقشبنديءَ جي خدمت ۾ حاضر ٿي بيعت جي اجازت گهري جيڪو سچي سنڌ جي عالمن ۽ ولين جو سرواڻ هو. ابوالقاسم نقشبنديءَ مراقبو ڪري کيس هدايو ته اوهان هندستان جي صوبي گجرات جي قادري طريقي جي پير مرشد سيد سعدالله بن سيد غلام محمد سلوني سورتيءَ جي خدمت ۾ حاضر ٿي وڃي بيعت ڪريو. مخدوم صاحب سورت ۾ وڃي ان بزرگ جي هٿ تي بيعت ڪري پورو سال رهي معرفت جون منزلون طي ڪيون ۽ 1137هه بمطابق 1724ع ۾ ٺٽي واپس موٽي آيو.

سنڌ جو مشهور مؤرخ مير علي، شير قانع "تحفة الڪرام" جي صفحي 23 تي لکي ٿو ته مخدوم صاحب جي زماني ۾ شريعت جي حڪمن تي هلڻ تمام گهڻو رواج ورتو. هن جو حڪم مسلمانن کان سواءِ غير مسلمانن تي به هلندو هو سندن هٿ تي هزارين غير مسلمانن اسلام قبول ڪيو. وقت جي بادشاهن مان نادر شاهه ۽ احمد شاهه ابداليءَ سان به سندس خط و ڪتابت هئي. بادشاهه به سندن خواهش مطابق دين جي حقن جاري ڪرائڻ ۾ پوري مدد ڪندا هئا. ٺٽي شهر ۾ مخدوم صاحب جو تمام وڏو مدرسو هو جتي نه رڳو سڄي سنڌ پر گجرات، ڪاٺياواڙ، افغانستان مان به طالب علم اچيو سندس درس مان فيض حاصل ڪندا هئا. 12 صدي هجريءَ جا سڀ عالم ۽ محدث ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان مخدوم صاحب جي مدرسي جا فيض يافته هئا. مخدوم عبدالرحمٰن، مخدوم عبداللطيف، علامه ابوالحسن صغير محدث مدينہ منوره، علامه فقير الله علوي، مخدوم عبدالله صاحب ڪنزت العبرت، مخدوم عبدالخالق ۽ مخدوم محمد حيات السندي سندس مشهور شاگرد آهن. مدرسي جي تعليم کان سواءِ مخدوم صاحب هميشه وچين نماز کان پوءِ مشهور شاهجهان مسجد ۾ درس ڏيندو هو. جمعي جي نماز تي ٺٽي جي جامع مسجد خسرو ۾ واعظ ڪندو هو مخدوم صاحب بهترين مبلغ خطيب هجڻ کان سواءِ عظيم مفتي به هو ۽ باقاعده دارالفتويٰ قائم ڪيائين جتي شرعي بنيادن تي ماڻهن جا فيصلا ڪيا ويندا هئا. شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ واري جو جڏهن شاهه عبداللطيف ڀٽائي مقبرو ٺهرائي رهيو هو ته مخدوم هاشم اچي کيس منع ڪئي، شاهه عبداللطيف ڀٽائي هن جي ڳالهه تي ڪو به ڌيان نه ڏنو ۽ نه ئي وري هن سان ڪڏهن ڳالهايائين. مير عبدالحسين خان سانگي 'لطائف لطيفي' ۾ لکي ٿو ته، "شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي يڪتاري تي راڳ (حقيقي عشق ۾) ٻڌڻ بابت جڏهن هاشم ٺٽويءَ کي خبر پئي، تڏهن هو ملن جي وڏي اجتماع سان گڏ ڀٽائي صاحب تي چڙهائي ڪري آيو. جڏهن شاهه سائين کي انهيءَ ڳالهه جي خبر پئي تڏهن فقراءَ کي چيائين ته هي سڀ ساز سرود ڪوٺي ۾ بند ڪري ڇڏيو. هاشم ٺٽوي سيني ملن سميت اچي شاهه سائين وٽ پهتو. شاهه سائين انهن سيني سان مهمانن وارو سلوڪ ڪيو. ٻنهي ڌرين جي وچ ۾ مناظرو جاري هو ته ڪوٺي ۾ جيڪي به ساز سرود بند هئا سي سڀئي از خود وڄڻ لڳا، جڻ ته ڪو ماڻهو وڄائي رهيا هجن. جنهن تي ملن کي غصو لڳو ته هي ڇا ٿي رهيو آهي، ان تي شاهه صاحب فرمايو ته حق جي طرفان فيصلو ٿي ويو. هاڻي وڃي اندر ڏسو ته ساز سرود پاڻهي پيا وڄن ۽ توهان کي پنهنجو جواب ملي ويو."

دينِ اسلام جو شايد ئي ڪو اهڙو موضوع رهيل هجي جنهن تي مخدوم صاحب نه لکيو هجي. فقه، علم ڪلام، لغت، اصول، منطق، فلسفي، حديث ۽ تفسير جهڙن ڏکين موضوعن تي مخدوم محمد هاشم

قلم ڪنيو ۽ ڪتاب لکيا. عرب ۽ مصر جي عالمن جي ڪتابن جا رد لکيائين. سندس ڪيترائي ڪتاب، حادثن ۽ زماني جي بي قدري جي ڪري ضايع ٿي ويا. پر ان جي باوجود بہ سندس 152 کان وڌيڪ ڪتابن جا نالا ملن ٿا. جن مان ڪجھ ڇپيل ۽ ڪجھ قلمي حالت ۾ ڪتب خانن ۾ موجود آهن. اتحاف الاڪابر ۾ مخدوم صاحب پنهنجي 111 ڪتابن جو ذڪر ڪيو آهي. جڏهن تہ ان وقت مخدوم صاحب جي عمر 32 سال هئي. جڏهن تہ ان کان پوءِ مخدوم صاحب 39 سال زنده رهيو ۽ يقيناً انهيءَ عرصي ۾ بہ تمام گهڻا ڪتاب لکيا هوندائين. مخدوم صاحب جي پوٽي مخدوم غلام پنهنجي ڏاڏي جي 115 ڪتابن جو ذڪر ڪيو آهي. جيڪي سنڌي، عربي ۽ فارسيءَ ۾ لکيل آهن.

مخدوم صاحب کي ٻہ فرزند هئا. مخدوم عبدالرحمٰن ۽ مخدوم عبداللطيف، جيڪي پنهنجي زماني جا عظيم عالم ۽ محدث ٿي گذريا آهن. مخدوم محمد هاشم پنهنجي عمر جا 80 سال پورا ڪري 8 رجب المرجب 1174هہ بمطابق 1760ع تي لاڏاڻو ڪيو. کيس مڪليءَ جي قبرستان ۾ دفنايو ويو. سڄي سنڌ مخدوم صاحب جي وفات تي سوڳوار هئي. ڪيترن عالمن سندن وفات تي نظم جوڙيا.

**ٺٽوي، مرزا محمد صالح**: مرزا محمد صالح ٺٽوي اصل ٺٽي جي اميراڻي گهر ۾ ڄائو ۽ ٺٽي ۾ پليو، پڙهيو ۽ وڏو ٿيو. مرزا عبدالوهاب ٺٽويءَ جو قريبي رشتيدار هو. جنهنڪري اميراڻي ٺاٺ سان رهندو هو. آغا محمد ڪريم اصفهاني ٺٽويءَ جي وفات کان پوءِ ٺٽي جو امين الملڪ ۽ رعيت پاران سرڪار ۾ وڪيل مقرر ٿيو. اهو عهدو ڪجھ وقت نادر شاھ جي زماني ۾ ۽ ڪجھ وقت ان کان پوءِ حاصل رهيس. ماڻهن جي خوش خلقيءَ کان ڏاڍا خوش هئا. گفتگوءَ جو سنجيدو، باادب ۽ وڏي اخلاق جو مالڪ هو. نقاش ۽ خوشخطيءَ جي فن جو وڏو ماهر ۽ ڏاڍو برجستہ خيال شاعر هو. شعر ۾ تخلص "واثق" هوس. هي بزرگ شاعر مير علي شير قانع ٺٽويءَ جو همعصر هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن پاڻ ۾ شاعريءَ تي تبادلہ خيالات ڪندا هئا. سندس وفات 1179هہ/ 1765ع ۾ ٿي.

**ٺٽوي، ملا جلال**: ملا جلال ٺٽويءَ جو تخلص "راعي" هو ۽ مرزا جاني بيگ جي درٻاري شاعرن ۽ اميرن مان هڪ عالم فاضل بزرگ هو. هن مرزا جي مدح ۾ هڪ قصيدو چيو هو. پر مرزا کي سندس پوئين مصرع پسند نہ پئي، ان ڪري مرزا جي عنايت وارين نظرن کان ڪري پيو. ان ڳالھ جو شاعر جي طبع تي ايڏو صدمو رسيو، جو زهر کائي آپ گهات ڪيائين. سندس فرزند جمال محمد پڻ شاعر هو ۽ "راعي" تخلص" سان شاعري ڪندو هو.

**ٺٽوي، مولانا جلال الدين**: هي بزرگ اصل ٺٽي جو رهاڪو هو. علم ۽ عقل جو مالڪ هو. پنهنجي علم ۽ ڄاڻ جي ذريعي همايون بادشاھ جي درٻار تائين رسائي حاصل ڪيائين. همايون وٽس ڪجھ وقت پڙهيو بہ ۽ همايوني سلطنت جو قاضي القضاۃ مقرر ٿيو. هو سهروردي سلسلي جو پير بہ هو. همايون جو پيو ساٿي مولانا محمد فرغلي توراني نقشبندي بہ هو. جيڪو حضر سفر ۾ هميشہ ساڻس گڏ رهندو هو. هي ٻئي صاحب استاد وقت ۽ علامہ هئا. هڪ دفعي سنہ 946 هہ/ 1539ع ۾ سلطان نصيرالدين همايون وقت جي وڏي عالم صوفي شيخ عبدالقدوس حنفي (متوفي 950 هہ/1543ع) جي ملاقات لاءِ آيو تہ ان وقت بہ مولانا جلال الدين ٺٽوي ۽ مولانا محمد فرغلي هن سان گڏ هئا.

ٻئي دفعي سلطان همايون پنهنجي مرشد شيخ بهلول شطاريءَ جي زيارت لاءِ گواليار پهتو تہ هنن ٻنهي بزرگن هلڻ کان انڪار ڪيو. ڇو تہ علامہ ٺٽوي سهروردي هو ۽ فرغلي نقشبندي، ان ڪري هنن هڪ شطاري بزرگ وٽ هلڻ کان ڪيٻايو ٿي، پر بادشاھ جي حڪم آڏو مجبور هئا. ان ڪري هي شيخ بهلول جي خدمت ۾ پهتا، اتي بادشاھ جي اشاري سان هنن ٻنهي بزرگن بہ شيخ بهلول شطار، جي بيعت ڪئي. "تذڪره گلزار ابرار" جو مصنف لکي ٿو تہ: "جڏهن شير شاھ سوري همايون کي آگري مان تڙي فتح حاصل ڪئي، تڏهن مولانا جلال الدين ۽ همايون جي ان ڀاڄڙ ۾ جلال الدين جو ڪو پتو ڪونہ پيو. اهو واقعو سنہ 947هہ/ 1540ع ۾ ٿي گذريو."

**ٺٽوي، مولوي محمد صادق**: مولوي محمد صادق ولد ميان محمد سعيد واعظ ولد مخدوم عنايت الله حال ۽ قال جو بزرگ ٿي گذريو آهي. جيتوڻيڪ اکين کان نابين هو. هميشہ خلق کي علمي فائدو پهچائيندو رهيو ۽ سندس مجلس وعظ ڏاڍي اثرائتي هئي. سندس فرزند محمد سعيد بہ فقيريءَ ۽ فضيلت سان سينگاريل هو. مولوي محمد صادق مخدوم عنايت الله جو پوٽو وقت جو وڏو عالم ۽ معقولات ۾ بي نظير فاضل هو. علامہ مخدوم محمد معين جي شاگرديءَ سبب هن کي منطق ۽ فلسفي ۾ وڏي دسترس حاصل هئي. سوين شاگرد سندس مدرسي مان فيض ياب ٿيا. جن مان مخدوم نعمت الله ٺٽوي بہ هڪ مشهور بزرگ ٿي گذريو آهي. خواجہ محمد زمان لنواريءَ وارو بہ سندس شاگردن مان آهي. مولوي محمد صادق، سيد عبداللطيف ڀٽائيءَ جو خاص مريد هو. ٺٽي جو ناظم شيخ شڪرالله ۽ شيخ الاسلام ميرڪ محمد احسن بہ هن بزرگ جي ڏاڍي عزت ۽ احترام ڪندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن شعر بہ چوندو هو.

**ٺٽوي، ميان محمد صادق نقشبندي**: محمد صادق نقشبندي ظاهري ۽ باطني ڪمالات جو جامع ۽ شاھ ڀٽائيءَ جو مريد هو. مخدوم محمد اشرف نقشبندي ولد مخدوم آدو معروف بہ مخدوم آدو ٺٽويءَ جو نائي هو. انهيءَ ميان محمد صادق نقشبنديءَ جو فرزند ميان غلام حسين معروف شيخ ابوالحسن صغير مدني محدث مديني شريف ۾ وڃي رهيو، جتي عرب و عجم جي عالمن کي علم حديث سان فيض حاصل ڪيائين. ميان محمد صادق ڪڏهن ڪڏهن صوفياڻي انداز ۾ شعر شاعري بہ ڪندو هو. سندس سال وفات معلوم نہ ٿي سگهيو آهي. پر 12 صدي هجريءَ جي بزرگن مان هو. سندس مقبرو حضرت مخدوم آدو نقشبنديءَ جي پيرانديءَ کان آهي.

**ٺٽوي، مير ابوالقاسم خان زمان**: هن جو والد سيد قاسم خان بيگلار سمرقند مان سنڌ جي مرزا شاھ حسن بيگ ارغون جي زماني ۾ اچي ٺٽي ۾ رهيو. سيد صاحب هڪ وڏو بهادر، سنو تير انداز ۽ وڏو پهلوان هو. جنهنڪري مرزا جي اميرن ۾ داخل ٿي ويو ۽ کيس جاگير بہ عطا ڪئي وئي. سيد صاحب عمر ڪوٽ جي راڻي ويرسي جي ڀاڻيجيءَ سان شادي ڪئي، جنهن مان مير ابوالقاسم 947هہ (1540ع) ۾ پيدا ٿيو. اجا ٽن سالن جو مس هو تہ نصيرالدين همايون بادشاھ، شير شاھ سوري افغان کان شڪست کائي سنڌ ۾ آيو. پر مرزا شاھ حسن، سندس سنڌ ۾ پير ڄمڻ ڪونہ ڏنا. بدين ۾ سنڌ وارن جو بادشاھ همايون سان مقابلو ٿيو. ان مقابلي ۾ قاسم خان بيگلار قتل ٿي ويو ۽ سندس يتيم فرزند جي پرورش عمر ڪوٽ ۾ پنهنجي ماءُ جي آغوش ۾ ٿيندي رهي.

هي ننڍڙو ئي هو، ته کيس شاهه حسن جي خدمت ۾ پيش ڪيو ويو. هن حاڪم ننڍڙي ٻار جي پيشانيءَ ۾ اقبال چمڪندو ڏسي سندس سنڀال اميرائي طرز سان ڪرڻ جو ۽ پرورش جو حڪم ڏنو.

جوانيءَ ۾ هو سپهه گريءَ جي فن ۾ اهڙو ماهر ٿيو، جو هي اڪيلو پوري فوج لاءِ ڪافي هوندو هو. جڏهن مرزا شاهه حسن 967هه (1559ع) ۾ وفات ڪئي، تڏهن سندس ملڪ ٻن حصن ۾ ورهايو ويو. ڏکڻ سنڌ مرزا عيسيٰ ترخان ڪنئي ۽ اتر سنڌ سلطان محمد بکريءَ جي حصي ۾ آئي. ابوالقاسم خان مرزا عيسيٰ جي درٻاري اميرن ۾ داخل ٿيو ۽ سندس وفات ڪان پوءِ مرزا عيسيٰ جي پٽ مرزا جان بابا جو طرفدار رهيو. ان زماني ۾ پائرن جون جيڪي به خوفناڪ جنگيون ٿي گذريون، تن ۾ ابوالقاسم اهڙا بهادريءَ جا ڪم ڪري ڏيکاريا، جو نهايت حيرت ۾ وجهندڙ هئا، جن جو تفصيل "بيگلار نامه" ۾ موجود آهي. جيڪو ابوالقاسم جي ڪارنامن بابت هڪ مستقل تصنيف جي حيثيت رکي ٿو.

جڏهن مرزا جان بابا قتل ٿي ويو ته مرزا محمد باقي سيد ابوالقاسم کي دلاسا ڏيئي پنهنجي طرف آندو. هن جي خاندان لاءِ نصرپور ۾ جاگير مقرر ڪيائين. مرزا باقيءَ جي خودڪشيءَ (993هه مطابق 1585ع) کانپوءِ سندس پوٽي مرزا جاني بيگ جو مددگار ٿي رهيو. انهيءَ زماني ۾ جلال الدين اڪبر جو سموري هندستان تي قبضو ٿيندو ويو ۽ ترخان گهراڻي جي وڏي مرزا محمد باقيءَ ملڪ ۾ معزز ماڻهن جا جيڪي خون ڪرايا هئا، تن جون دانهون به وقت به وقت کيس پهچنديون رهيون ٿي. جنهنڪري هن سنڌ تي قبضي ڪرڻ جو پڪو ارادو ڪيو هو. هوڏانهن سلطان محمد بکري به انهيءَ زماني 998هه/ 1589ع ۾ وفات ڪري ويو. جنهنڪري سنڌ جي اُتر-اوپر وارو سمورو علائقو اڪبر جي قبضي ۾ اچي ويو. اڪبر اعظم مرزا جاني بيگ کي مطيع ڪرڻ لاءِ مرزا عبدالرحيم خان خانان کي سنڌ تي چاڙهي موڪليو. جنهن ٽن سالن جي جنگين کان پوءِ مرزا جاني بيگ تي سوڀ پائي، کيس سيد ابوالقاسم سميت لاهور دربار اڪبريءَ ۾ وٺي ويو.

جڏهن جاني بيگ ۽ ابوالقاسم اڪبر جي روبرو حاضر ٿيا ته پهرئين ئي ڏينهن اڪبر سيد ابوالقاسم کان پڇيو ته اوهان جي ڄمار ڪيتري آهي؟ سيد جي بدران مرزا جاني بيگ جواب ڏنو 52 سال. وري بادشاهه پڇا ڪيس، ته ڪٿي ڄاوا آهيو؟ سيد پاڻ جواب ڏنو ته عمرڪوٽ ۾، جنهن تي اڪبر خوش ٿي چيو ته آءٌ ۽ سيد هم عمر ته آهيون، پر اسان جي ڄمڻ جو هنڌ به ساڳيو آهي.

عبدالرحيم خان خانان کان مرزا جاني بيگ وعدو ورتو هو ته کيس موت جي سزا کان بچايو ويندو. ان ڪري، خان خانان اڪبر جي خدمت ۾ اڳ ۾ ئي اها گذارش ڪري ڇڏي هئي، اڪبر بادشاهه نه فقط جنگي معاهدي جي لڄ رکي، پر سنڌ وري به جاني بيگ جي حوالي ڪيائين، پر هن شرط سان، ته هو بادشاهه جي خدمت ۾ رهندو ۽ سنڌ جي پيدائش سندس حوالي هوندي ۽ پوئتان سندس 16 سالن جو فرزند غازي بيگ ڪم سنڀاليندو رهندو. ان موقعي تي اڪبر بادشاهه مرزا جاني بيگ کي خلعت به ڍڪائي.

جاني بيگ 8 سالن تائين اڪبري دربار ۾ رهيو ۽ برهانپور ۾ وفات ڪيائين. وفات بعد سندس لاش ٺٽي پهچايو ويو. جتي سندس مقبرو موجود آهي.

**ٺٽوي، مير ابوالقاسم سلطان:** ولد مير ابوالقاسم خان زمان 960هه/ 1552ع ۾ ڄائو هو پنهنجي والد وانگر بهادر، هيلو ۽ سخي مرد هو. جڏهن ترخان گهراڻي جو خاتمو ٿيو ۽ مرزا جاني بيگ اڪبري دربار ۾ وفات ڪري ويو، تڏهن ابوالقاسم سلطان، مرزا جاني جي فرزند مرزا غازي بيگ کي، جيڪو سندس ناٺي به هو ڪجهه نه سمجهي، هڪ خط لکيو، ته ملڪ جون حدون مقرر ڪندين ته اسان جو وقت صلح سانت سان گذري سگهي ٿو ٻيءَ صورت ۾ خون خرابي کان سواءِ ٻي ڪا واهه نه آهي. مرزا اهو خط پڙهي پوري تدبر سان مقابلي جي تياري ڪئي. ابوالقاسم ايڏو بهادر هو جو هڪ مڪمل لشڪر جو اڪيلي سر مقابلو ڪري سگهندو هو. آخر ملا ڪاتيارن وٽ ٻئي فوجون هڪ ٻئي خلاف مورچابند ٿي بيٺيون. هڪ رات سيد ابوالقاسم پنهنجي فوج مان اڪيلي سر ٻاهر اچي مرزا غازي بيگ جي فوج ٻاهران وڏي واڪي اعلان ڪيو ته: "آءٌ گيدي نه آهيان، جو اوهان تي راتاهو هڻان. اوهان سان صبح جو ميدان جنگ ۾ مقابلو ڪبو. ان ڪري اوهان بنا ڊپ ڊاءَ جي آرام سان ننڊ ڪريو".

جنگ اڃا شروع ئي ڪانه ٿي هئي، ته صلح لاءِ وچ ۾ ڪي ماڻهو پيا ۽ سيد ابوالقاسم کي راضي ڪيائون، ته مرزا جي خدمت ۾ هلي، جو سندس ولي نعمت ۽ ناٺي به آهي. مرزا گهري ٿو ته اوهان لاءِ جيڪو "چنيسر نامو" لکيو ويو آهي، سو اوهان کان زباني ٻڌي لطف حاصل ڪريون. ابوالقاسم بي پرواهه ٻنجي ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿي ٻيءَ پر مرزا غازي جي تنبن ڏانهن روانو ٿيو رستي ۾ مرزا جا ماڻهو ٻيڙيءَ ۾ وجهه وٺي مٿس چڙهي ويا ۽ چوڪنيو ٻڌي کيس مرزا جي اڳيان آڻي حاضر ڪيائون. مرزا سرائي گرم ڪرائي سندس اکين ۾ گهمارائي کيس انڌو ڪري سندس جنگجوئي جنجال کان آزادي حاصل ڪئي. ان کان پوءِ سيد ابوالقاسم کي ٺٽي جي هڪ محلات (واهه جي ڪناري تي هئي) جي ٽئين طبقي ۾ رهايو ويو. پر رعب ۽ دٻدٻو سندس ايڏو هو، جو هي پهلوان جنهن شيءِ جو به حڪم ڪندو هو، کيس هڪدم موجود ڪري ڏني ويندي هئي. سندس ڀيڻ جيڪا مرزا جاني بيگ جي بيوهه ۽ غازي بيگ جي ماٽيلي ماءُ هئي، سا کيس وقت به وقت سٺن طعامن جا ڍڪيل خونچا موڪليندي رهندي هئي. هڪ ڏينهن هن انڌي پر بهادر شخص سازش ڪري ڀڄڻ جي ڪوشش ڪئي. سندس ڀيڻ ڪاٺي جي خونچن ۾ کيس ڳنڍين واري مضبوط واڻ موڪلي ڏني هئي، جيڪا طعام وانگر ريشمي دسترخوان سان ڍڪيل هئي. هن انڌي هٿ لائي واڻ جي جاڻ وٺي اهو خونچو پاڻ وٽ رکايو ۽ ٻيا نوڪرن ڏانهن موڪلي ڏنائين. آخر اڌ رات جو محلات جي هڪ دريءَ مان واڻ کي ٻئي پاسي اڇلائي انهيءَ واڻ تي سوڙهي دريءَ مان لنگهي، ٻئي طرف پهچي واڻ جي ڳنڍين تي پير رکندو نه ماڙ تان هيٺ لهي ويو. ٻاهر اُٺ سفر لاءِ تيار بيٺا هئا. جن تي چڙهي روانو ٿي ويو. صبح جو جڏهن ٺٽي ۾ هن بهادر جي ڀڄي وڃڻ جي خبر پئي ته ڊپ ۾ واويلا مچي وئي، مگر مرزا غازي بيگ جا ڪجهه نوڪر سندس پوئتان ويا ۽ کيس جهنگل مان نهايت چالاڪيءَ سان وڃي گرفتار ڪيائون. ان کان پوءِ مرزا غازي بيگ شهنشاهه جهانگير پاران قنڌار جو گورنر ٿي روانو ٿيو ۽ ابوالقاسم ٺٽي بدران پنهنجي اباڻي جاگير نصر پور ۾ حياتيءَ جا باقي ڏينهن گناهن کان توبهه ڪري بندگيءَ ۾ گذاريا.

ابوالقاسم جي سموري ظاهري زندگي بهادري ۽ سپهہ گريءَ ۾ گذري، پر سندس زندگيءَ جو ٻيو رخ بہ هو، جنهن ۾ علم دوستي، علم پروري، شاعري ۽ سخن شناسيءَ جا جوهر موجود هئا ۽ هو شاعر بہ هو.

**ٺٽوي، مير علي شير قانع** (1140ھ/1727ع- 1203ھ/1788ع): مير علي شير قانع ٺٽوي پنهنجي خاندان ۽ ابن ڏاڏن جو احوال پنهنجي ڪجهہ تصنيفن ۾ درج ڪيو آهي. ان کان سواءِ "مجالس المومنين" مصنف قاضي نور الله شوستري ۾ هن خاندان جي بزرگ سيد شڪر الله شيرازيءَ جو احوال ملي ٿو. مير علي شير جو خاندان ايران جي شهر شيراز سان تعلق رکندو هو. سندس بزرگن ۾ سيد شڪر الله شيرازي، شاهہ بيگ ارغون جي زماني 928ھ/1521ع ۾ شيراز مان سنڌ ۾ آيو. قانع پنهنجو نسب سيد شڪر الله شيرازيءَ سان هن طرح ملايو آهي. مير علي شير قانع بن مير عزت الله بن مير محمد ڪاظم بن مير محمد مقيم بن مير ظهير الدين ثاني بن سيد شڪر الله ثاني بن مير ظهير الدين اول بن قاضي شڪر الله اول شيرازي. مير علي شير پاڻ ۾ سڀ کان ننڍو هو. هن ابتدائي تعليم ٺٽي مان حاصل ڪئي. ميان نعمت کان 'ميزان الصرف' کان 'شرح ملا' تائين تعليم حاصل ڪيائين. آخوند محمد شفيع ٺٽويءَ کان قصائد عرفي ۽ عروض سيفي پڙهيو. آخوند ابوالحسن بي تڪلف ٺٽويءَ کان فارسي پڙهيو ۽ مير حيدر الدين ابو تراب ڪامل کان شعر ۽ سخن جي تعليم حاصل ڪيائين. قانع هڪ ئي وقت عالم، شاعر، اديب، نثر نگار، مورخ، تاريخدان، محقق، تذڪري نگار هو. هن ٻارهن سالن جي عمر (1152ھ/ 1739ع ) ۾ شعر چوڻ شروع ڪيو ۽ اٺ هزار شعرن تي مشتمل هڪ ديوان تيار ڪيائين، جيڪو پاڻ ئي ڪنهن سبب جي ڪري درياهہ ۾ لوڙهي ڇڏيائين. قانع جي ذهانت، قابليت، اهليت ۽ علميت کي آڏو رکندي، ان وقت جي حاڪم ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي (1170ھ/1756ع -1186ھ/1772ع) ڪيس ڪلهوڙا خاندان جي تاريخ نويسيءَ لاءِ 1175ھ/1739ع ۾ مقرر ڪيو. هن ڪلهوڙن جي تاريخ ٻن جلدن ۾ لکي، هڪ نظم ۾ منظوم "شاهنامہ فردوسي" جي بحر تي ۽ ٻي نثر ۾. ليڪن هن درويش صفت مصنف کي شايد شاهي ملازمت پسند نہ آئي. انهيءَ ڪري شاهي دربار ڇڏي ٺٽي ۾ واپس آيو ۽ 1180ھ/ 1766ع ۾ "تحفة الڪرام" لکڻ شروع ڪيائين. زندگيءَ جي آخري ڏهاڙن ۾ بيماريءَ جي حالت ۾ بہ ٿي ڪتاب لکيائين. جن ۾ آخري ڪتاب "معيار سالڪان طريقت" آهي. مير علي شير قانع جون هيٺيون تصنيفون مشهور آهن:

(1) ديوان علي 1152ھ/1739ع، (2) مثنوي شمہ از قدرت حق 1165ھ/1751ع، (3) مثنوي قضا و قدر 1167ھ/ 1753ع، (4) نو آئين خيالات 1169ھ/1755ع، (5) مثنوي قصہ ڪامروپ 1169ھ/ 1755ع، (6) ديوان "قال غم" 1171ھ/1757ع، (7) ساقي نامہ 1174ھ/ 1760ع، (8) واقعات حضرت شاهہ منظوم 1174ھ/1760ع، (9) چهار منزل منظوم 1174ھ/1760ع، (10) تزويج نامہ حسن و عشق 1174ھ/1760ع، (11) اشعار متفرقہ در صنايع و تاريخ 1174ھ/1760ع، (12) مڪلي نامہ "بوستان بهار" 1174ھ/1760ع، (13) مقالات الشعراء 1174ھ/1760ع، (14) تاريخ عباسيہ (نثر) نامڪمل 1175ھ/ 1761ع، (15) تاريخ عباسيہ منظوم 1175ھ/1761ع، (16) تحفة الڪرام (3جلد) 1181ھ/1767ع، (17) اعلان غم 1192ھ/1778ع، (18) زبدة المناقب 1192ھ/1778ع، (19) مختار نامہ 1194ھ/1780ع، (20) نصاب البلغاء 1198ھ/1783ع، (21) مثنوي ختم السلوڪ 1187ھ/1773ع، (22) طومار سلاسل گزيده 1202ھ/1787ع، (23) شجره اطهر اهلبيت 1202ھ/1787ع، (24) معيار سالڪان طريقت 1202ھ/1787ع.

ان کانسواءِ قانع جي هيٺين تصنيفن جي سنن جي ڄاڻ ناهي.

(1) انشائي قانع، (2) تهذيب طباع، (3) حديقہ البلغاء، (4) ديوان اشعار، (5) رسالہ معمامع شرح (نثر ۽ نظم)، (6) روضہ الانبياءَ منظوم، (7) زينت الاخلاق منظوم، (8) سرفراز نامہ، (9) غوثيہ منظوم، (10) قصاب نامہ مثنوي، (11) قصائدو و منقبت، (12) کان جواهر مثنوي، (13) لب تاريخ ڪلهوڙه، (14) محبت نامہ مثنوي، (15) محڪ الشعراء (بياض)، (16) ميزان الافڪار منظوم، (17) ميزان فارسي.

1199ھ/1784ع ۾ سنڌ ۾ ٽالپرن جي حڪومت قائم ٿي ۽ ڪلهوڙن جي حڪومت جو خاتمو مير فتح علي خان ٽالپر هٿان ٿيو ۽ مير فتح علي خان ئي ٽالپرن طرفان سنڌ جو پهريون حاڪم ٿيو. مير فتح علي خان جي زماني ۾ مير علي شير قانع هيٺيان ٽي ناياب ڪتاب تصنيف ڪيا.

(1) طومار سلاسل گزيد، (2) شجره اطهر اهلبيت ۽ (3) معيار سالڪان طريقت. هي ٽئي ڪتاب 1202ھ /1787ع ۾ تصنيف ڪيا ويا. مير فتح عليءَ جي دور ۾ ئي مير شير علي قانع 1203ھ/ 1788ع ۾ وفات ڪئي. سندس تدفين مڪليءَ تي ٿي.

**ٺٽوي، ميرڪ عبدالرحمان**: ميرڪ عبدالرحمان بن ميرڪ محمود شيخ الاسلام نالي هيءُ بزرگ پنهنجي پاءُ ميرڪ عبدالوهاب وانگر فن، هنر ۽ سخاوت ۾ يگانو شخص ٿي گذريو آهي. سندس پويون زمانو مرزا محمد باقي ولد مرزا عيسيٰ ترخان جي دور ۾ گذريو ۽ محمد باقي هڪ ظالم ۽ ڪنجوس حڪمران هو، جنهن ڪري ڪيس هميشہ خطرو رهندو هو تہ سندس حڪومت خلاف ڪو انقلاب نہ اچي وڃي. هو شڪي مزاج ۽ وهمي ماڻهو هو، جنهنڪري ميرڪ عبدالرحمان ۽ سندس سوٽ ميرڪ عبدالوهاب جي سخاوت کان ڏاڍو ڊپ رهندو هوس تہ متان ڪا مخفي سازش ڪري حڪومت جو تختو نہ اونڌو ڪري ڇڏين.

992 هجريءَ ۾ جلال الدين محمد اڪبر جي دربار جو خاص نوڪر شاهہ خواجہ نالي حج جي سفر تان موٽي اچي ٺٽي ۾ ميرڪ عبدالرحمان جي گهر ۾ مهمان ٿيو. ميرڪ پنهنجي عادت موجب، سندس وڏي مهمان نوازي ڪئي. شاهہ خواجہ جڏهن ٺٽي مان بادشاهہ جي دربار ۾ پهتو، تڏهن ميرڪ ڏانهن واکاڻ ۽ شڪريي جو خط موڪليائين. ان تي مرزا محمد باقيءَ کي شڪ جاڳيو تہ ميرڪ جا بادشاهي دربار ۾ رسوخ ۽ تعلقات وڌي ويا آهن. متان منهنجي خلاف ڪا سازش ڪري وجهي، ان ڪري ميرڪ عبدالرحمان کي عيد جي ڏينهن 991 ھ/1583ع ڌاري پنهنجي سوٽ سيد ميرڪ عبدالوهاب سميت شهيد ڪرائي ڇڏيائين.

**ٺٽوي، ميين عبدالڪريم طبيب وارو قلمي نسخو**: شاهہ لطيف جو هي رسالو اصل ۾ ميين عبدالڪريم جي وڏن جو هو ۽ ڪن **ڪاغذن** تي "احمد بن موسيٰ مداح" جي وفات جي تاريخ غلطيءَ سان 14 **محرم** 1270ھ بمطابق 17 آڪٽوبر 1853ع ڄاڻايل آهي. "سر سسئي" سان **شروع** ٿيندڙ هي نسخو ناقص آهي جو شروعاتي چار پنج ورق، آخر جا **ڪي ورق** ٽوڙي وچان وچان ڪن جاين تي ڪي ورق ڪٽل آهن. جيڪو متن **موجود آهي** تنهن ۾ 26 سر، 1800 بيت ۽ 74 وايون شامل آهن. سر "پورب ۽ رامڪلي" **کان** پوءِ پنجن ورقن ۾ تمر فقير جا بيت لکيل آهن. سر سورٺ هيٺ ڪن بيتن

ڪي جدا ڪري لکيو ويو آهي ۽ انهن بابت ڄاڻايو ويو آهي ته اهي شاهه صاحب جا ناهن پر ٻئي ڪنهن جا چيل آهن: "ايضاً سرود سورٺ از گفتار ڪسي ديگر". سرن جي ترتيب ۽ بيتن جي سٽاءَ مان ظاهر آهي ته هي نسخو ۽ "برٽش ميوزيم" وارو نسخو ٻئي ترتيب ۾ هڪ جهڙا آهن. ۽ انهيءَ لحاظ سان هن جي شروعات به هيٺئين بيت سان ٿيل هوندي:

"پرتوو پنوهه جو جهڙ جٺن جهالا ڏي الخ"

هن وقت موجوده ورقن ۾ پهريون بيت هي آهي:

آڏي وڃئو آڪڙي نڪو پيءُ نه ماس
سوئي سو سيٽاس پري پڙاڏا ڪري.

شروع ۽ آخر وارن ورقن ضايع ٿي وڃڻ سببان نسخي جي لکجڻ وارو سال توڙي ڪاتب جو نالو معلوم نه ٿي سگهيا آهن.

**ٺٽوي، ميين موسيٰ مداح وارو قلمي نسخو**: هي رسالو ميين عبدالڪريم طبيب ٺٽوي جي ڪتابن ۾ هو، پر اصل ۾ هنن طبيبن جي وڏي ڏاڏي ميين موسيٰ مداح جو هو، جنهن مولود ۽ مداحون چيون. هن پاڻ ڪي پنهنجي هڪ بياض ۾، پنهنجي هٿ اکرين "گل مصعفري" (ڪهنباٽي) ڪري لکيو آهي. اڳين ڪاغذن ۾ سندس دستخط "سنه 1231هه بمطابق 1815ع" نظر آيو جنهن وقت هو زنده هو. ٻين ڪاغذن ۾ سندس وفات جي تاريخ هن طرح قلمبند ٿيل ملي: "تاريخ وفات ميان موسو مداح روز چهار شنبه وقت طلوع آفتاب ماه ربيع الاول سنه 1267 بمطابق 1850ع". جنهن جي معنيٰ ته هيءُ رسالو ان کان اڳ جو لکيل هو. البت جن پنن تي لکيو ويو انهن ۾ ننڍي بيضوي "واٽر مارڪ" مهر ۾ سنه 1841ع لڳل آهي، جنهن مان ظاهر آهي ته هي نسخو 1841ع (1257هه) کان پوءِ لکيو ويو. وفات جي تاريخ ۽ هن مهر واري سال جي مدنظر اهو يقيني طور چئي سگهجي ٿو ته هيءُ رسالو 1257-1267هه بمطابق 1841ع- 1850ع وارن سالن ۾ لکيو ويو. ڪاتب جو نالو ڏنل ڪونهي. هن ۾ سرودن يعني سرن جو جملي تعداد 31 آهي. پهريون سر "سرود ڪلياڻ ۽ جمن" جي عنوان سان يڪو گڏي لکيل آهي. سسئيءَ کي پنجن سرن جي بدران يڪي عنوان "سر سسئي" هيٺ لکيو ويو آهي. ترتيب جي لحاظ سان، هن نسخي جي سٽاءَ "سر ڪلياڻ" سان شروع ٿيندڙ "رسالن" واري سٽاءَ کان الڳ آهي. ڇاڪاڻ جو هڪ ته سر فصلن يا داستانن ۾ ورهايل ناهن ۽ ٻيو ته هر سر جي پڇاڙيءَ ۾ آيل وائي کي "ڪافي" لکيو ويو آهي. هن مڪمل نسخي ۾ 2516 بيت ۽ 92 وايون شامل آهن.

**ٺٽوي، نيازي**: نيازي ٺٽوي اصل بخارا جي سيدن مان هو، پر سفر ڪندي اچي ٺٽي شهر رهيو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين. نيازي معمه نويسي، علم عروض ۽ شعر و شاعري ۾ وڏو ماهر ۽ قابل هو. سندس ڪلام ۾ گهڻو ڪري هجو ۽ واسوخت ملن ٿا. شاعريءَ ۾ سندس همسري ڪرڻ وارو ڪونه هو. انهيءَ ڪري پنهنجي هڪ غزل جي مقطع ۾ هيئن چئي ڏنائين.

تا نيازي شُد دَر مُلڪِ سُخن خُسروِ عهد
نامِ جامي شُد مَنسُوخ کُنون نامِ من اَست.

[جڏهن کان شعر و شاعري جو بادشاهه آءٌ (نيازي) ٿيو آهيان، تڏهن کان جاميءَ جو نالو منسوخ ٿي چڪو آهي ۽ فقط منهنجو نالو باقي آهي.]

هن شعر جي ڪري بخارا وارا ماڻهو تمام سخت ناراض ٿيا ۽ انهن هن جي ۽ هن جي دنيوي مرشد جي شان ۾ گستاخي ڪئي، جنهن بعد بخارا مان هرات آيو ۽ اتي مشهور مغني شاهه محمد شرنائي جي صحبت ۾ رهڻ لڳو پر ان سان به نه نڀيو ۽ سڌو بلخ پهتو. بلخ وارن سان ڦتائڻ ڪانپوءِ ڪولاب پهتو جتي تمام ڪريل حرڪت ڪرڻ بعد تمام گهڻو بدنام ٿي پيو ۽ اتان فرار ٿي سنڌ ۾ اچي پناهه ورتائين ۽ ترخانن جي دربار سان وابسته ٿي ويو ۽ پنهنجي علمي لياقت سان عهدا ماڻيندو ويو. تان جو اڪبر بادشاهه تائين سندس تعريف ٿيڻ لڳي جنهن ڪانپوءِ اڪبر ٺٽي ۾ قاصد هٿان نيازيءَ کي سڏائڻ جو فرمان جاري ڪيو، پر فرمان پهچڻ کان پهرين ئي نيازي ٺٽوي گذاري ويو ۽ ٺٽي ۾ ئي دفن ٿيو. هي واقعو ڏهين صدي هجريءَ جو آهي.

**ٺٽي**: ضلعي جامشوري سيوهڻ کان 20 ميل پري درياهه جي ڪپ تي هڪ ڳوٺ جو نالو ٺٽي هو جيڪو بوبڪ پرڳڻي جو هڪ ڳوٺ هو.

**ٺٽي**[2]: ٺٽي نالي سان آمريءَ جي پرسان وڏي آبادي جو ڳوٺ. آمريءَ کان 3/4 ميل اتر اولهه ۾ موجود آهي. هتي جي پراڻين قبرن ۽ دڙن مان پتو پوي ٿو ته اتي ڪنهن وقت ۾ ڪو وڏو شهر آباد هو ۽ اهو سن پرڳڻي ۾ شامل هو. هي ڳوٺ چون ٿا ته ٺٽي کان آيل سيدن اچي آباد ڪيو هو. دادو شهر جي ٻُٽ محلي ۾ رهندڙ ٺٽيارن لاءِ چيو وڃي ٿو ته اصل آمريءَ وارا انهيءَ ٺٽيءَ جا وينل هئا.

**ٺٽي**[3]: هن نالي سان ضلعي دادوءَ جي هڪ ڍنڍ پڻ آهي، جيڪا لڪيءَ جي ڏکڻ ۽ آمريءَ جي پرسان موجود آهي. هيءَ ڍنڍ به آمريءَ جي پراڻ جي ڇڏيل آهي.

**ٺٽي**[4]: جامشوري جي ڪوٽڙي تعلقي ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: 'ٺٽي'، 'پراڻي سونهري'، 'سونو خان رند'، 'حيدر رند'، 'سمير رند'، 'اوپايو رند'، 'درمحمد رند'، 'الهه بخش ڪلوئي' ۽ 'سومرو رند'.

**ٺٽي**[5]: ضلعي خيرپور جي تعلقي گنبت ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ موجود آهن: 'ٺٽي'، 'خليفا'، 'سانول ناريجو' ۽ 'لاڪا'.

**ٺٽي**[6]: ضلعي ٺٽي جي تعلقي ميرپور بٺوري ۾ پڻ هن نالي سان هڪ ديهه موجود آهي.

**ٺٽيار**: جتن جي هڪ مشهور ذات، جن جو گذر سفر اڪثر ڪري ٻڪرين پالڻ تي آهي. هي ٻين جتن وانگر گهڻو ڪري اُٺ ڪو نه پالين، البته گهريلو عورتون واڻ وٽين ۽ پيش جو ڪم ڪن ٿيون. هي ڪڇ ۽ لاڙ ۾ اڪثريت ۾ آهن. ڪجهه ملاح به پاڻ کي "ٺٽيار" سڏائيندا آهن. نت جيئن ته ملاحن سان منسوب آهي، ان ڪري اهي "ٺٽيار" سڏجن ٿا. ڪي ميمڻ به 'ٺٽيار' جوائيندا آهن جيڪي ٺٽي شهر جي محلي 'ٺٽيءَ' جا رهندڙ هئا ۽ پوءِ واپار سانگي لڏي ڪراچي شهر ۽ ڪڇ ڪاٺياواڙ طرف وڃي آباد ٿيا.

**ٺٽي جا ڪاتب (ڪتاب)**: هي ڪتاب ٺٽي شهر جي مشهور ڪاتبن جي شاندار ۽ قديم ڪتابت جي فن جي باري ۾ تحقيقي ڄاڻ تي ٻڌل آهي. جيڪو اصل انگريزيءَ ۾، آثار قديمه جي ماهر ڊاڪٽر عبدالغفور لکيو هو جنهن ۾ هن دنيا کي، سنڌ جي ڪاتبن جي فني ۽ تخليقي ورثي بابت معلومات ڏيڻ چاهي. هن اهم تاريخي ڪتاب جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ناميارو اديب ۽ مترجم عطا محمد ڀنڀرو ڪيو آهي. ڪتاب ۾ موضوع سان لاڳاپيل پنج باب شامل آهن. ڊبل ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب کي سنڌي ادبي بورڊ جامشورو، 2004ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. 132 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 120 رپيا آهي.



**ٺٽي جا مغل نواب** (1000 ھ/1591ع - 1151ھ/ 1738ع): شهنشاهِ هند مغلِ اعظم جلال الدين محمد اڪبر (ڏسو: اڪبر بادشاهه) مرزا جاني بيگ کي هندستان ۾ رهائي، سندس پٽ مرزا غازي بيگ کي نواب مقرر ڪري ٺٽي اماڻيو. جيڪو ان وقت سورهن سالن جو هو. مرزا غازي جي ڏينهن ۾ ٻه ڪيترين ئي بغاوتون پيش آيون. مرزا غازي بيگ 1013ھ بمطابق 1604ع ۾ بادشاهه جي سلاميءَ لاءِ ويو. جتي بادشاهه کيس رهائي ڇڏيو. نيٺ اڪبر بادشاهه جي وفات 1014ھ بمطابق 1605ع کان پوءِ ڳجهه ڳوهه ۾ ٺٽي آيو. ڪجهه وقت کان پوءِ جهانگير کيس گهرائي قنڌار جو نواب ڪري موڪليو. جتي هو سن 1021 ھ بمطابق 1612ع ۾ وفات ڪري ويو. سندس لاش آڻي مڪليءَ ۾ دفن ڪيو ويو. مرزا غازي بيگ فارسيءَ جو سٺو شاعر هو. "وقاري" تخلص هئس. ايراني ٻه وٽس هلي ايندا هئا. هي ذهين هو ته سٺو منتظم ٻه هو. البت عياش ٻه هو ته شرابي پڻ هو. مرزا جاني جڏهن خانه بدوش ٿي ويو هو تڏهن جهانگير سنڌ کي مرڪز سان ملائي باقاعده دهليءَ جي سلطنت جو حصو بنائي ڇڏيو. جهانگير سنڌ کي 1614ع ۾ الڳ صوبو ٺاهيو. سنڌ گزيٽيئر موجب "مغلن جو اهو قبضو جيڪو هنن 1592ع ۾ ڪيو هو سو آهستي آهستي 1612ع ۾ پڪو ۽ پختو ٿي ويو ۽ جڏهن غازي بيگ وفات ڪئي ته ان کان پوءِ سنڌ کي مغلن جو حصو ٺاهيو ويو جيڪو 1738ع تائين قائم رهيو." سنڌ تي پوءِ هندوستان جي حڪومت طرفان گورنر مقرر ٿي ايندا رهيا ۽ اهي ئي سنڌ جو انتظام هلائيندا رهيا. انهيءَ دؤر ۾ ٺٽي جا گورنر مغل حڪومت طرفان اماڻيا ويندا هئا. اهي گورنر هي هئا:

**ٺٽي جا نواب/گورنر:**

1. مرزا غازي ترخان (1001ھ / 1592ع)

**انهيءَ دور جا امير:**

1. امير شاه قاسم بيگلار
2. ابوالقاسم خان زمان
3. مير ابوالقاسم سلطان

**جهانگير جو دؤر (1014ھ/ 1605ع _ 1037ھ/1627ع):**

ميرزا احمد بيگ ۽ هندو خان (1013ھ/1604ع کان 1607/1016ع) ۽ پوءِ خسرو خان چرڪس (1017ھ/1608ع کان 1021ھ/1612ع) ميرزا غازي بيگ جي نائب طور حڪومت ڪئي ۽ پوءِ بادشاهه سنڌ ۽ ٺٽي تي مغل صوبيدار موڪلڻ شروع ڪيا.

1. مرزا عبدالعلي ترخان (1021ھ/1612ع). غازي بيگ جي وفات بعد خسرو کيس سربراهه مقرر ڪيو.
2. نواب رستم خان (1 محرم 1022ھ/1613ع) کان رمضان 1023ھ/1614ع)
3. تاج خان تاش بيگ (1023ھ/1614ع) هيءَ بکر جو فوجدار هو جتان ٺٽي آيو ۽ ان ئي سال وفات ڪري ويو.
4. ارسلان بيگ شمشير خان ازبيڪ (1023ھ/1614ع_1025ھ/1616ع)
5. مير عبدالرزاق خان معموري (1025ھ/1616ع_1028ع/1619ع)
6. مرزا شاهه بيگ ارغون خانوران (1028ھ/1619ع)
7. سيد بايزيد بخاري، مصطفيٰ خان (1029ھ/1620ع- 1035ھ/1625ع)
8. سيد ابراهيم بن بايزيد بخاري (1035ھ/1625ع)
9. نواب شريف الملڪ عرف شريف خان (1035ھ/1625ع)
10. ميرزا ابو سعيد (1036ھ/1626ع)

**(شاهه جهان جو دؤر (1037ھ/1627ع-1069ھ/1658ع))**

11. مرزا عيسيٰ ترخان ثاني (1037ھ/1627ع)
12. شير خواجه باقي خان (1037ھ/1627ع)
13. مرتضيٰ خان، مير حسام الدين انجو (1037ھ/1627ع-039ھ/1629ع). هيءَ ٺٽي ۾ فوت ٿي ويو.
14. مير ابو البقا امير خان (1039ھ/1629ع-1041ھ/1631ع)
15. مير محمد خان تاشقندي (1041ھ/1631ع-1045ھ/1635ع)
16. دولت خان خواص خان (1045ھ/1635ع-1050ھ/1640ع)
17. غيرت خان خواجه ڪامگار (1050ھ/1640ع ). ان ئي سال ٺٽي ۾ وفات ڪيائين، مڪليءَ تي دفن ٿيو هن "ماثر جهانگيري" ڪتاب لکيو.
18. مغل خان، شادي بيگ، شجاعت خان، شادي خان (1050ھ/1640ع-1052ھ/1642ع)
19. مير ابوالبقا، امير خان (1052ھ/1942ع-1057ھ/1647ع). ٻيو پيرو هن دؤر ۾ ٺٽي ۾ جامع مسجد ٺهرايائين جا بادشاهي يا شاهجهان مسجد سڏي وڃي ٿي. سندس قبر روهڙي جي "ستين جو ٿان" واري قبرستان ۾ آهي.
20. نواب مرزا رستم خان (10 محرم 1022ھ/1613ع کان رمضان 1023ھ/1614ع)
21. نواب مرزا مصطفيٰ خان (1024ھ/1615ع کان 1026ھ/1616ع)
22. نواب بايزيد بخاري (1028ھ/ 1618ع کان 1034ھ/1624ع)
23. نواب شريف الملڪ عرف شريف خان (1034ھ/ 1624ع کان 1037ھ/1627ع)
24. مرزا عيسيٰ ترخان (ثاني) (1037ھ/1627ع)
25. نواب مير ابوالبقا بالمعروف نواب امير خان (1037ھ/1627ع)
26. نواب مظفر خان
27. نواب سيد ابراهيم ولد مير بايزيد بخاري
28. نواب مغل خان (1057ھ/ 1647ع کان 1063ھ/1652ع)
29. نواب ظفر خان (1063ھ/ 1652ع کان 1069ھ/ 1658ع)

**اورنگزيب جو دور (1069ھ/1658ع- 1118ھ/1706ع):**

30. نواب قباد خان (1069ھ /1658ع کان 1071ھ/1660ع)
31. نواب لشڪر خان (1071ھ /1660ع کان 1075ھ/ 1664ع)
32. نواب غضنفر خان (1075ھ / 1667عکان 1077ھ/ 1666ع)
33. نواب سيد عزت خان (1078ھ /1667ع کان 1080ھ/ 1669ع)
34. نواب ابو نصرت خان (1080ھ/1669ع کان 1082ھ/1671ع)
35. نواب سعادت خان (1082ھ/ 1671ع کان 1084ھ/ 1673ع)
36. نواب سيد عزت خان (ٻيو پيرو) (1084 ھ /1673ع کان 1090ھ/1679ع)
37. نواب خانزاد خان (1090 ھ/ 1679ع کان 1095ھ/ 1683ع)
38. نواب سردار خان (1095ھ/ 1683ع کان 1099ھ/1687ع)
39. نواب مريد خان (1099 ھ/1687ع کان 1100 ھ/1688ع)
40. نواب زبردست خان (1101ھ/1689ع کان 1101ھ/1689ع)
41. نواب ابو نصرت خان (1101ھ/1689ع کان 1103ھ/ 1691ع)
42. نواب حفظ الله خان (1103 ھ/1691ع کان 1112ھ/ 1700ع)
43. نواب سعيد خان چنگيزي (1113ھ/1701ع کان1114ھ/ 1702ع)
44. نواب مير امين الدين خان حسين (1114ھ/1702ع کان 1115ھ/1703ع)

45. نواب نواب يوسف خان ترين (1115ھ/1703ع کان 1116ھ/1704ع)
46. نواب احمد يار خان (1116ھ/1704ع کان 1119ھ/ 1707ع)
47. نواب سعيد خان بهادر عرف عطر خان (1119ھ/1707ع کان 1121ھ/1709ع)
48. نواب مهين خان 1121ھ/1711ع کان 1123ھ/ 1711ع)
49. نواب شاڪر خان (1123ھ/1711ع کان 1123ھ/ 1712ع)
50. نواب مهين خان (ٻيو ڀيرو) (1123ھ/1711ع کان 1124ھ/ 1712ع)
51. نواب خواجه محمد خليل (1124ھ/1712ع کان 1124ھ/ 1712ع)
52. نواب عطر خان (1124ھ/1712ع کان 1125ھ/1713ع)
53. نواب مير لطف علي خان (1125ھ/ 1713ع کان 1127ھ/ 1715ع)
54. نواب اعظم خان (1127ھ/1715ع کان 1131ھ/ 1718ع)
55. نواب مهابت خان (1132ھ/ 1719ع کان 1135ھ/ 1722ع)
56. نواب سلطان محمود خان (1135ھ /1722ع کان 1137ھ/1724ع)
57. نواب سيف الله خان (1137ھ /1724ع کان 1143ھ/ 1730ع)
58. نواب دلير دل خان (1143ھ/ 1730ع کان 1145ھ/ 1732ع)
59. نواب همت دلير خان (اا1145ھ/1732ع کان 1149ھ/1736ع)
60. نواب صادق علي خان (1149ھ/1736ع کان 1150ھ/1737ع)
61. نواب خدا يار خان ميان نور محمد (1151ھ/ 1738ع)

مغلن جو دؤر سنڌ لاءِ ڏاڍو نقصانڪار رهيو نه فقط انتظامي لحاظ سان پر سياسي، سماجي ۽ معاشي لحاظ سان به هيءَ دؤر ڏاڍو ڪمزور ۽ بي فائده رهيو جيڪي به گورنر آيا تي ۽ جيترو به وقت ڪين مليو تي ته هنن ڦرلٽ ڪري فقط ملڪيت جي ميڙا چوند تي ڪئي. اهڙي ريت هڪڙا گورنر طور مقرر تي آيا ته متان وري سندن معزولي جا حڪم ناما تي پهتا ۽ وري پيا تي آيا. حقيقت ۾ سنڌ ۾ هن تباهيءَ جي شروعات ته ارغونن جي آمد سان ئي شروع تي ويئي هئي، جن حڪمرانيءَ جي حوس، دولت جي بک ۽ سفاڪ ذهنيت جي ڪري سنڌ کي تباهه ڪرڻ شروع ڪيو. ماڻهن جو قتل عام شروع ڪيو ۽ معاشي طور سنڌي کي تاراج ڪيو انهيءَ دور ۾ زراعت ختم تي ويئي، چوپايو مال ارغونن جو ڪاج تي ويو اهڙي طرح ترخان دؤر ۾ به ساڳي حالت رهي. ارغونن ۽ ترخانن جون حالتون لڳ ڀڳ هڪ جهڙيون ئي رهيون. سڄي سنڌ تي باهه ٻري پئي هئي. هنن جي ڦر مار جي ڪري بازاريون، شهر ڳوٺ، ٻنيون، ٻارا، وڻ وغيره ويران تي ويا. صنعت، حرفت، فن، علم ۽ ادب تي چڻ ته ڪاري رات جو گهيرو تي ويو هو سياسي، سماجي ۽ معاشي حالتون بگڙجڻ جي ڪري، هر طرف بدامنيءَ جو راڄ قائم تي چڪو هو مغلن جي گورنريءَ واري دؤر ۾ حالت ايجان به وڌيڪ ابتر تي ويئي. جو ته مغليه دؤر ۾ نه فقط هر سرڪاري ننڍي وڏي عهدي لاءِ ماڻهو دهلي کان گهرايا ويندا هئا پر سڄي ملڪ جي پيداوار تي به انهن جو قبضو هوندو هو هتي جي پيداوار مان فائدو وري دهليءَ وارا وٺندا هئا. عام ماڻهو ڏرتيءَ ڏٽي هوندي به ننڍڪو هو ۽ سدائين ڏک ۽ ذلت واري زندگي پيو گهاريندو هو.

**ٺٽيا ڏنڊ:** ضلعي ڄامشورو جي تعلقي سيوهڻ ۾ آمري کان اتر طرف آهي. هي هڪ پراڻي ڏنڊ آهي. ٺٽي هڪ ڳوٺ جو نالو آهي، جيڪو پراڻي دور ۾ آمريءَ پرسان هوندو هو جنهن تان هن ڏنڊ جو نالو پيو چيو وڃي ٿو ته عربن جي دور ۾ ڪي سيد ٺٽي کان هتي لڏي آيا هئا ۽ جنهن هنڌ ترسيا ان هنڌ جو نالو ٺٽي پئجي ويو هيءَ ڏنڊ به سنڌوءَ جي آمري پراڻ جي ڇڏيل آهي.

**ٺُٺيو:** هٿ جو "آڱوٺو". هٿن ۽ پيرن ۾ ڪل چار ٺٺيا هوندا آهن ٻه ٺُٺيا هٿن ۾ ۽ ٻه ٺٺيا پيرن ۾. ٺٺيو عام طرح طنزيه انداز (ٺٺول طور) ۾ اشاري طور به استعمال ٿيندو آهي.

**ٺَپِٽي:** ڪنڀارڪي ڪم جو هڪ اوزار. ڪاٺ جي گول يا بيضوي پٽي، جنهن کي هڪ پاسي ڇهه انچ ڪن مُٺيو ٺهيل هوندو آهي. ڏسڻ ۾ ڪرڪيٽ جي ننڍڙي بيٽ وانگر هوندي آهي. ڪنيار انهيءَ پٽيءَ سان آڊوڪن (اڌ سڪل) ٿانون کي ٺپي، مرضيءَ مطابق روپ ڏيندا آهن.

**ٺپو:** ڪاٺيءَ، ڌاتوءَ يا رٻڙ مان ٺهيل پوڙ، جنهن تي خاص نالي يا نشان وارو ڇاپو اُڪريل هوندو آهي. ڇاپو اندر وينل به ٺاهيو ويندو آهي ته ٻاهر اُڀريل به هوندو آهي. عام طرح آفيسن ۾ استعمال وارو ٺپو رٻڙ جي اُڀريل اکرن وارو هوندو آهي. اندر وينل اکرن وارو ٺپو خاص فرمان يا رقم جي ادائگيءَ واريءَ تحرير تي لڳندو آهي.



ٺپي کي مُهر يا پُور به چوندا آهن. زميندار پنهنجي ڪري جي سنپال لاءِ سنگن (ول)، يا اَن جي راهه تي ڪاٺيءَ مان ٺهيل، اندر وينل ٺپو ڪم آڻيندا آهن.

**ٺپو**[3] (Boost): رڍن کي نشان لڳائڻ لاءِ ڪتب ايندڙ اوزار يا ٺپو جنهن تي اڪثر طور مالڪاڻو نشان لڳل هوندو آهي ۽ جيڪو عام طور گرم تارڪول (ڏامر) سان استعمال ۾ آندو ويندو آهي.

**ٺپي ڏوري:** تعلقي قنبر جي ديهه ڪوهستان ڪڪرلڪ جي پرسان ڏکڻ ۾ وهي ٿي. هتي کهوءَ جا وڻ گهڻا ٿين ٿا. ڪنهن زماني ۾ ڏوريءَ جي پرسان کهوءَ جي هڪ وڻ هيٺان ڪنهن ماڻهوءَ کي زخمي ڪيو ويو هو جنهن ڪري ڏوريءَ تي "ٺپي" نالو پيو جابلو ٻوليءَ ۾ "ٺپي" زخميءَ کي چون ٿا. هن جي اولهه ۾ ٿاڪرو ۽ ڪجهه پوٺا علائقا آهن، جتي وسڪاري جي موسم ۾ چڱي آبادي ٿئي ٿي. پري کان خوبصورت نظارو پيش ڪري ٿي.

**ٺرو:** ڪچي شراب جو قسم. جيڪو ٻنين يا مٽڪن ۾ تيار ڪيو ويندو آهي. ان جو اثر وڌيڪ ٿئي ٿو ۽ اڪثر نقصانڪار هوندو آهي. هي ڪچو شراب اڪثر ڳوٺن ۾ ٺاهيو ويندو آهي ۽ ميلن ملاکڙن تي عام جام هلندو آهي. ٺري تيار ڪرڻ لاءِ ڳُڙ، انگور يا ڪاري ڊاک، ٻير جو چوڙو ۽ نوشادر ملائي مٽڪي ۾ وجهي پوري ڇڏيندا آهن. هفتي يا ڏهن ڏينهن کان پوءِ اهارو ڏئي تيار ڪندا آهن. ڊاڪٽرن موجب ٺرو صحت لاءِ هاڃيڪار ثابت ٿيندو آهي.

**ٺري:** ضلعي بدين جي تعلقي ماتليءَ ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو جيڪو سنڌراڻي ۽ ميرباگي واري داستان سبب مشهور آهي. ماتليءَ کان ٺٽدي غلام عليءَ ڏانهن ويندڙ رستي سان "ٺريءَ" جو قديم ماڳ آهي. جڏهن 'سنڌراڻي' وفات ڪئي هئي، تڏهن سندس جنازو، سندس وصيت موجب ڪٺائي آڻي "ديواني شاهه" جي شاهي قبرستان ۾ دفنايو ويو ديواني شاهه جو قبرستان ڪافي آڳاٽو آهي ۽ "ٺريءَ" جي قديم کنڊرن سان لاڳيتو ڏکڻ طرف آهي. سنڌراڻيءَ جي قبر هن قبرستان جي ايرندي پاڳي ۾، اُديجن جي مقام ۾ آهي.

**ٺري**[2]: ٺري نالي سان ضلعي خيرپور، تعلقي ميرواهه ۾ هڪ ديهه موجود آهي، جنهن ۾ هيٺيان چار ڳوٺ آباد آهن: 'ٺنڊي ٺري'، 'ڪبر جو ڳوٺ'، 'جانوري' ۽ 'نوت محمد پنجابي'.

**ٿري پاهڻي ماڳ:** هي پٿر جي وچئين دور (Mesolithic) جو ماڳ آهي. هن ماڳ جو هنڌ ڳوٺ ٿري آهي، جيڪو ٽر جي هڪ پٽ لڳ آهي. هي ماڳ 50 04 27 ڊگريون ۽ اوڀر 08 40 68 ڊگرين تي موجود آهي.

هي پاهڻي اوزارن ٺاهڻ وارو ماڳ بيضوي شڪل جو آهي جيڪو اٽڪل 50 ميٽر (اتر ڏکڻ) ڊگهو ۽ 40 ميٽر (اوڀر- اولهه) ويڪرو آهي. هتان ميسوليٿڪ دور جي وٿن کان سواءِ هڙاپا دور جون وٿون به لڌيون. هتان ڪل 462 وٿون مليون آهن، جن مان 199 ڪمايل آهن. باقي اڻ ڪمايل آهن، جن مان هڪ core ۽ 224 اوزاري وٿون آهن.

هي ماڳ پٿر جي دور جي انسان جو پاهڻي اوزارن طور ڄاتو ويو آهي. روهڙي وارين ٽڪرين ۾ هن قسم جا 1200 ماڳ لڌا ويا آهن، جن تي اٽليءَ جي ماهرن ۽ شاهه لطيف يونيورسٽي خيرپور جي آرڪيالاجسٽن ڪم ڪيو آهي.

**ٿري ميرواهه:** هيءُ شهر ضلعي خيرپورميرس جي تاريخي ماڳن مان هڪ آهي. هيءُ ننڍڙو ڳوٺ هو، پر جڏهن هن شهر پرسان ميرواهه کوٽيو ويو ۽ آسپاس زمينون آباد ٿيون ته ٿري ميرواهه جي نالي سان مشهور ٿيو. هتي گرلز ۽ بوائز هاءِ اسڪول ۽ سائنس ڪاليج، بجلي، گئس ۽ ٽيليفون جي سهوليت ميسر آهي.

**ٿڪاڻ:** هي جانورن ۾ ٿيندڙ بيماريءَ جو قسم آهي. هن کي "ٻرڪي" يا "ڪارو واءُ" به چون. هي بيماري گهڻو ڪري ردن يا ٻڪرين ۾ ٿيندي آهي، پر ڪڏهن ڪڏهن ڳائي ۽ ماهيي مال ۾ به پوندي آهي. هن بيماريءَ ۾ جانورن کي 105 کان 107 فارن هائيٽ تيز بخار ٿيندو آهي ۽ جانورن جي سمورن قدرتي سوراخن سان ڪاراڻ مائل رت وهندو آهي، جيڪو ڄمندو نه آهي. هن بيماريءَ ۾ اڪثر جانور مري ويندا آهن.

**ٺَڪرُ:** پراڻو قبيلو، جيڪو اصل کان ٻيلن جو رهاڪو آهي، پر هميشه اهڙي جاءِ تي ڳوٺ ٻڌندا آهن، جتي زمين سنئين سڌي هجي. اڪثر هو ٻين ذاتين کان الڳ ٿي رهندا آهن. هڪ تحقيق موجب ٺڪُر يا ٺاڪر راجپوتن جي نسل مان آهن، يا انهن ۾ راجپوتن جو رت شامل آهي. هندوستان ۾ ناسڪ لڳ هڪ ماڳ "اگت پوري" مان لڪيل ٽامي تختي تان ملي آهي، جنهن مطابق ٺڪر لفظ 650ع کان به اڳ استعمال ٿيل ڏٺايو ويو آهي. روايتن موجب ٺڪرن جي نسل ۾ راجپوتن جو رت محمود بيگڙي (1511-1459ع) جي دور ۾ داخل ٿيو، جيڪو گجرات جو حاڪم هو. هندستان ۾ رهندڙ ٺڪرن جي هڪ مشاهدي موجب شڪل شبيهه ڪجهه هيئن آهي.


هڪ ٿري ٺڪر

هندستاني ٺَڪر اڪثر بندري قد جا ٿيندا آهن، خاص ڪري سندن عورتون نڪتل پيٽ سان ٻي زيبيون ۽ ٻي ڊوليون ٿين. مرد چٽڪمرا ڪپڙا پهرين، ان جي مٿان واسڪوٽي، ڪلهي تي ڪپڙي جو ٽڪر ۽ مٿي تي پٽڪي ٻڌن. ٺونٺ کان مٿي پٽل جا چوڙا پائين. واسڪوٽيءَ جي مٿان ڪلهي وٽ چمڙي جي ٿيلهي هڪ ڌاڳي سان لڙڪيل ٿئي، جنهن ۾ پان، سوپاري ۽ تماڪ رکن. چمڙي جي ٿيلهي کي "توستان" (Tostan) سڏين. انهن جي خانن کي سوتڪا (Sotka). عورتن جو لباس تنگ پولڪو ٿئي، ان جي مٿان واسڪوٽ، باقي ٽنگون گهڻي قدر اگهاڙيون رکن ۽ مٿو اگهاڙو هوندو اٿن. ٻري قسم جا زيور پهرين، جن ۾ رنگ برنگي ٻڙا ۽ مٽيا ڦاٽل ٿين.



ٺَڪر، ميداني ٻولي ڳالهائين. هي قبيلو مکيه ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. هڪ ڪا-ٺڪر (Ka-Thakurs) ڪا اصل ۾ ڪولهين جو مخفف آهي، يعني ڪولهي ٺڪر ۽ ٻيا ما-ٺڪر (Ma-Thakur)، جيڪي ميراثي ٺڪر آهن، پر ٽيون قبيلو به آهي، جنهن کي ورالي ٺڪر چون ٿا. ما-ٺڪر پاڻ کي سچ جو اولاد سڏائين ۽ ڪا-ٺڪر ٻين کان پاڻ کي اتم سمجهن. ڪا- ٺڪر ۽ ما-ٺڪر نه هڪ ٻئي سان کائين، نه لهه وچڙ ڪن. ٺڪرن جا ٽي ڪل نام (Surname) آهن. (1) جادو (Jadhav- سون)، (2) نارگود (Nargude)، (3) پوار (Pavar-تلوار). هاڻي هن ۾ ڪل نامن رکڻ جو رواج وڌيو آهي. هنن ۾ شاديءَ جا مقرر قاعدا آهن. انهي سلسلي ۾ ڊاڪٽر سوپارا چنا ، 'انسائيڪلو پيڊيا آف انڊين ٽرائيبس اينڊ ڪاسٽس' ۾ لکيو آهي ته: هنن ۾ ماسات سان شادي عيب ڪونهي، مڙس جو ڀاءُ به ڀاڃائي جي ڀيڻ سان شادي ڪري سگهي ٿو. شاديون اڪثر بالغ ٿيڻ کان پوءِ ڪن. هڪ عجيب رسم منجهن ڪتي ڏسڻ ۾ آئي آهي ته بنا ڦيرن جي به ڪي مرد، سندن نالي ٿيل عورتن کي زال طور رکي سگهندا آهن. انهن مان ٻار پيدا ٿين، اهي وڏا ٿين ۽ جڏهن انهن جون شاديون ٿين ته انهيءَ جوڙي جي به ٻارن سان گڏ قانوني شادي عمل ۾ ايندي آهي. جيڪڏهن انهيءَ جوڙي جي شادي سندن ٻارن سان گڏ نه ٿي ٿئي ته اهي ٻار "حرامي" ليکيا وڃن ٿا.

جيڪڏهن ڇوڪري پنهنجي قبيلي جي ڪنهن مرد سان ناروا سلوڪ ڪري ته قبيلي جي رواج موجب سندس شادي ان شخص جي بجاءِ ڪنهن ٻئي قبيلي جي مرد سان سزا طور ڪرائي ويندي آهي. پر جي ان عورت، ان ٻئي قبيلي جي مرد کي قبول نه ڪيو ته پوءِ ٺڪر ڪيس پٽ ٻاٽ مان مورڳو ڪڍي ڇڏيندا آهن. مردن ۾ گهڻين شادين جو رواج آهي. (ڏسو: انسائيڪلو پيڊيا آف ٽرائيبس ۽ ڪاسٽس آف انڊيا، صفحو 6356، ليکڪا: ڊاڪٽر سوپارا چنه)

ٺڪرن ۾ ٻار ڄمڻ کان پوءِ دائي جيڪا سندن قبيلي جي هوندي آهي، پنجن ڏينهن تائين ويامجندڙ عورت جي گهر رهندي آهي. پنجين ڏينهن دائي خوشبو ۾ ٻڌل سندور (ڳاڙهو پائوڊر) وياميل عورت جي هٿن کي لائيندي آهي، وياميل عورت اهي هٿ آڱرين سميت پٽ تي هڻي پنهنجي هٿن جا نقش ڇٽيندي ۽ پوءِ ٻار جي ڪلهي جي چوڌاري بنفشي جا گل ٻڌندا آهن ۽ وياميل عورت جي سوانجڙي جو وقت ختم ٿي ويندو آهي. مناسب ڏينهن تي برهمڻ کان ٽپڙو ڪولائي ٻار جو نالو ڀڇي رکبو آهي،

برهمڻ کي ٻار ڄمڻ جو ڏينهن ۽ وقت ٻڌائبو آهي. شاديءَ جون ٻيون رسمون به ٿين. گهوٽيتن کي ڏيڻ ۾ خاص رقم جا چانور، ڪنوار جي پيءُ کي ڏيڻا پوندا آهن. ٽيڪي تي برهمڻ شاديءَ جو ڏڻ مقرر ڪندو آهي. مڱڻي کان پوءِ سوپاري پيچڻ جي رسم، جنهن کي ”سوپاري ڦانوٽي“ چون، ٿيندي آهي. هنن وٽ طلاق ڪا نه ٿئي. شاديءَ کان ٽي ڏينهن اڳ شادي جو چنو ناهيندا آهن. ان چني جي پويان عنبر جي وڻ جو هجڻ ضروري سمجهيو



ويندو آهي. ان وڻ ۾ ناريل جا ڪويا ٻڌندا آهن ۽ چانور چٽيندا آهن. هيڊ ملڻ جي رسم ٻين وانگر هنن وٽ به ٿئي. گهوٽ کي اڇا لٽا پهرائي ڪيسي ۾ چاقو يا پاسي ۾ ترار ڏيندا آهن. جيڪا شادي ختم ٿيڻ تائين ساڻس گڏ رهندي آهي. گهوٽ جي ٻانهوتن تي ڳلن جي ڪنڊل ٻڌل رهندي آهي، هن سرگس کي ڪنواريتن ڏي وٺي وڃن شاديءَ جي چني ۾ سڀ کان اول گهوٽ جو پيءُ گهڙندو آهي ۽ ڪنواريتا سيني جو آدرياءُ ڪندا آهن. شادي واري ڪمري جي دروازي تي به عورتون خالي گهڙين سان بيٺل هونديون آهن. انهن کي دوڊيز (Dudies) چون. گهوٽ انهن ۾ سڪا وغيره وجهندو آهي. ڪنوار جي ماءُ گهوٽ جي منهن تي هلڪي روشني وجهندي آهي ۽ هيڊ جو تلڪ سندس نرڙ تي هڻندي آهي. ان کان پوءِ هو اندر گهڙندو آهي ۽ پٽرائين سريا پاتا (Pata) تي اچي ويهندو آهي. ڪنوار هڪ سنهي پردي جي پويان گهوٽ جي سامهون اچي ويهندي آهي. شاديءَ جا شبد برهمڻ طرفان پڙهيا ويندا آهن. گهوٽ ۽ ڪنوار جي مٿان چانور اڇلايا ويندا آهن. اهڙي قسم جون ٻيون رسمون سرانجام ڏنيون وينديون آهن. جن ۾ ڦيرا به شامل هوندا آهن.

رنڙ عورت کي شاديءَ جي اجازت هوندي آهي. رنڙ کي پنهنجي پيءُ ۽ ماءُ جي مٽن مان ڪنهن سان به شادي جي اجازت نه هوندي آهي، سواءِ ماروٽ جي. رنڙ جي شادي ۾ به سڀ رسمون ادا ڪيون وينديون آهن. جيڪڏهن ڪا عورت به مڙس ماري چڪي هوندي ته ٽئين مڙس جو ٻنيو ٽيڻ کان اڳ نو (9) ڪڪڙن کي ٽڏي سان ماري پوءِ داخل ٿيندي آهي. اتفاق سان جي ڪو ڪڪڙ ٽڏي سان مري نه سگهيو ۽ بچي ويو ته ان عورت کي اجازت هوندي ته هوءَ مڙس کان ڪڏهن به طلاق وٺي سگهي ٿي.

ٺَڪر هندن جي سيني ديوين ۽ ديوتائن ۾ اعتقاد رکن ٿا پر سندن خاص ديوتا چيدا (Cheda)، واڳها (Vagha)، ٻهيري (Bihiri)، پواني، سپلي، کندوبا (Khandoba)، ڪنٽوبا (Kanhoba)، وتيل ۽ ٻيا ديوتا ۽ ديويون هجن ٿيون. جيڪي مگوا ۽ ناسڪ (پارت) ۾ آهن. سندن خاص ڏڻ اکشتر بتيا، دسهڙو، ڏياري ۽ شگما آهن. هي جنن پرين ۾ وڌو اعتقاد رکن. سندن مذهبي اڳواڻ پنهنجي ئي قبيلي جا ماڻهو هوندا آهن. سندن خيال آهي ته واڳها ديوتا انهن ٻنين تي تصرف رکي ٿو ڪن صورتن ۾ هو جنن ڀوتن کان جند ڇڏائڻ لاءِ ٻاهرين برهمڻن کان به مدد وٺندا آهن.

ٺڪر مري ويلن کي ساڙڻ بجاءِ پوريندا آهن. لاش کي وهنجاري ڌوئي پوءِ هيڊ مکي ڪفن ڏيندا آٿس. ارٿي کڻڻ کان بعد رستي تي ڪن جاين تي لاش کي روڪي ڪجهه سڪا پٿرن جي هيٺيان رکيا ويندا آهن. ڪجهه سڪا سندس وات ۾ وجهي لاش کي قبر ۾ لاهيندا آهن. مٿي وارثن کان پوءِ سوڳوار قبر جي مٿان مٽ ڀڃندو آهي. ٻئي ڏينهن ڪو به مائٽ ناڪر پٿر جي هيٺان رڪيل ڪڍي ٻئي پٿر جي هيٺان رکي اتي ڪيرُ ۽ ماني وغيره پوريندو آهي. ڪيرُ ۽ ماني مردي جي هٿن ۽ پيرن کان به قبر ۾ رکندا آهن. ٻارنهن ڏينهن کان پوءِ هوم (Hom) جي رسم ادا ڪندا آهن. سوڳوار مانيءَ جا 9 ٿها پچرائي رکندو آهي. 5ٻار روزو رکندا آهن. ماني کي درياهه ۾ اڇلائيندا آهن. اشوڻ (Ashwin) جي رسم ۾ ڪجهه ماني ڪوٺي تي رکندا آهن ته جيئن مڙدي جو روح اچي ته ماني کائي ان کان پوءِ اها ماني ڪانون کي کارائي ويندي آهي.

ٺڪر گهٽو ڪري هنن (Husbandry) ۾ گهوڙن جي ساز و سامان ٺاهڻ جو ڪم ڪندا آهن. گرمين جي ڏينهن ۾ ٻنين ۾ ڪم ڪندا آهن، سياري ۾ ڪاٺيون ميڙي کپائيندا آهن. هي مستقل طور هارپو ڪو نه ڪن، نه وري زمين جي ڪٽ ڪري زميداري ڪن. هي ماهه ۾ مڇي ۽ ننڍو گوشت واپرائين.

1901ع جي آدمشماري موجب هندستان ۾ سندن آدمشماري 122،019 هئي، جن ۾ 63،347 مرد ۽ 58672 عورتون هيون. هي ٿاڻا، ڪولاب، ناسڪ ڪانسواءِ سنڌ جي پارڪر واري علائقي جا رهاڪو آهن. هن وقت سندن آباديءَ ۾ گهٽو اضافو آيو آهي.



راڻا هميرسنگهه

سنڌ جي ٿرپارڪر ضلعي ۾ اهي ٺڪر گهٽي تعداد ۾ رهن ٿا. انهن مان راڻا چندرسنگهه مشهور پارلياماني سياستدان ٿي گذريو آهي، جنهن آگسٽ 2009ع ۾ وفات ڪئي. راڻا چندرسنگهه ته ۾ رهندڙ ٺڪرن (سوڍن) جو 25هون راڻو ٽڪيل هيو. سندس وفات کان پوءِ سندس پٽ هميرسنگهه 26 هون راڻو ٽڪيو آهي، جيڪو صوبائي اسيمبلي سنڌ جو ميمبر ۽ ضلعي عمرڪوٽ جو نائب ناظم به رهي چڪو آهي. ان کان سواءِ ٿرجي ٺڪرن ۾ رامسنگهه سوڍو به مشهور شخصيت آهي، جيڪو سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر ۽ ٿرپارڪر ضلعي جو وائيس چيئرمئن ۽ نائب ناظم به رهي چڪو آهي.

**ٺڪرسازي** (Pottery): ثقافتي ترقي واري دور ۾ هڪ وقت هو جڏهين اجا ڪاٺ، پٿر، هڏو وغيره نه مختلف شين ٺاهڻ لاءِ استعمال پئي ٿيو پر اجا اهڙي ٻي ڪا سامگري ڪا نه هئي، جنهن مان ڪاڌي پيتي، رڌ پچاءُ يا چيزدان وغيره ٺاهي سگهجن. نئين پٿر جي دور ۾ جڏهن انسان ٺڪر ايجاد ڪيو تڏهين اهو مسئلو نهايت آسانيءَ سان حل ٿي ويو. نئين پٿر جو دور، دنيا جي مختلف خطن ۾ ساڳي وقت شروع نه ٿيو آهي، ان ڪري ٺڪر جو

استعمال به هر هنڌ ساڳي وقت نه ٿيو آهي. پٿر، ڪاٺ، هڏي وغيره مان ٿانوَ وغيره ٺاهڻ مشڪل ڪم هو. انڪري ٺڪر جي اهميت ۽ رواج عام ٿي ويو.

ٺڪر جي عام ۽ اهم ٿيڻ جا ڪيترائي سبب هئا. ٺڪر واري مٽي مڙئي ٿئي. انڪري ان کي ڪا به صورت سولائي سان ڏئي سگهجي ٿي. هن تي محنت وڌيڪ پر لاڳت گهٽ اچي ٿي. گهڻن مادن کان وزن ۾ هلڪو ٿئي ٿو. هن کي ڪٽ يا زنگ نه ٿو لڳي. مٽيءَ ۾ پورجي وڃڻ



ٺڪراٺو

ڪري جلدي ڳاجي نٿو. انڪري قديم آثارن جون کوٽايون ڪندڙ ٺڪر کي قديم آثارن جو پٽيءَ جو ڪنڌو چوندا آهن. هن وقت ٺڪر جي ٿانون جو استعمال نه جي برابر وڃي رهيو آهي.

بهرحال، چيو ويو آهي ته ٺڪرسازي جي پهرين ڪوشش قبرص ۾ ٿي. پر اها ڪامياب نه ٿي. ان ناڪاميابي جي ڪري اتي شايد وري اهڙي ڪوشش به نه ڪئي وئي. نئين پٿر جي دور ۾ ۽ هيل تائين جي تحقيق موجب ٺڪر جا جيڪي قديمي مرڪز معلوم ڪيا ويا آهن. انهن مرڪزن تي 9 کان 7 هزار سال اڳ ٺڪر ٺهڻ لڳو هو. البت ان جي شروعات کهري، سادي، هٿ سان ٺهيل ۽ اڌوگابري پڪل ٿانوَ سان ٿي. اوائلي ٿانو شايد آڪار ۾ وڏا هئا پوءِ ننڍا ننڍا ۽ آخر ۾ ننڍڙا ٺهڻ لڳا. ان ڪانپوءِ هي هنر ترقي جي مختلف مرحلن مان گذري، پنهنجي وقت جي هڪ صنعت ٿي اُسريو. مثال طور: تندور (Oven) جي جاءِ تي آوي يا ڪوري، هٿ جي بجاءِ چڪ ۽ وري چڪ جا قسم، سادي بوتي (Body) تي رنگ، چٽ، چهڪ، رڱڻ، ڇُڳهه يا جوڙ يا جوڙجڪ (Applique) رنگ برنگي چٽ، نقش وغيره وغيره سان سنوار. اهڙي قسم جا نمونا واپاري وٽن جيان نه رڳو هڪ خطي يا تهذيب جي دائري ۾ پر ملڪ کان ٻاهر به موڪليا ويندا هئا. تاريخ ۽ قديم آثارن جي علم ۾ ٺڪر جي ٿانون جي شڪلين، رنگن، آرائش، گهاٽ (Fabric) ۽ اوج يا بناوت (Texture) جي بنيادن تي مختلف دورن، ڪن خطن، ماڻهن، ثقافتن ۽ تهذيبن جي سڃاڻپ ڪئي وڃي ٿي. ملڪي ثقافتن جا لاڳاپا سڃاتا وڃن ٿا. ٺڪر عام طور تي ٻن نمونن ۾ استعمال ٿئي ٿو. (1) مختلف ٿانون ۽ چيزدانن وانگر (2) باقي ٻين شين وانگر ڌاتو شيشي، چيني ۽ ٻين ترڪيبي يا هٽرادو (Synthetic) شين جي عام ٿيڻ کان اڳ ٺڪر مان ٺهيل اڪثر استعمال جي شين جو تعداد هڪ سو کان به وڌيڪ هو. جن جا نالا ڳڻائڻ به هن وقت مشڪل ڪم آهي. ٿانون ۽ ٻين ننڍين ننڍين شين کي ڇڏي ٺڪر (Terracotta) جي صورت جيڪا پڪي سر طور قديم توڙي جديد دنيا ۾ استعمال جو مثال نٿو ملي. سنڌو تهذيب جو نه پڪي سرڄڻ نه سڃاڻپ آهي.





قديم ٺڪرجا ٿانوَ

**ٺڪر جو پچائڻ:** آلي مٽيءَ مان ٺهيل وٿون سڪڻ بعد آوي وغيره ۾ وجهي انهن کي باهه ڏبي آهي. اٽڪل 400°c جي گرميءَ تي مٽيءَ جي جُزن جي پاڻيٺ سڪي ويندي آهي. پر ٺڪر جي صورت آڻڻ لاءِ ان کي اٽڪل 1000°c يا ان کان ڪجهه مٿي گرمي جي ضرورت پوندي آهي. ٺڪر گهٽي وڌيڪ تَوءِ اچي وڃڻ تي ڪنگهر جي صورت ۾ ٿي پوندو، جيڪو بيڪار هوندو آهي ۽ توري تَوءِ اچڻ ڪري ٿانو ٻاڙو ٿي پوندو. جنهن کي پڻ ڪارگر نه سمجهبو آهي.

**ٺڪراٺو/ ٺڪراٺو:** اهو هنڌ جتي ڀڳل ٿانون جا ٽڪرا گهڻا هجن. ڪنهن قديم بستيءَ جو ماڳ. عام طرح ڪنهن ڦٽل ڳوٺ يا شهر واري ماڳ تي ٺڪر پکڙيل ڏسبا آهن. جيڪي ان بستيءَ جا رهيل نشان هوندا آهن. آڳاٽين بستين جي تلاش، کوهن ۽ ٽڙن مان نڪتل ٺڪراٺو به آثارن ۾ شمار ڪيو ويندو آهي. آوي جي آس پاس ٺڪرين به ٺڪراٺو ڪوٺيون آهن.

**ٺَڪرال/ ٺڪرال:** هندن جي هڪ ذات جو نالو.

**ٺِڪَر جا ٿانوَ:** ٺڪر جي ٿانون جو وجود سڄيءَ دنيا جي قديم آثارن مان به ملي ٿو. پهرئين دور جي تهذيب ۾ انسانن پٿر مان ٺهيل ٿانون کي ڪم آندو. جن کي ان وقت به اهميت هئي ۽ اڄ به اها اهميت قائم آهي. ٺڪر جا ٿانو مٽيءَ مان ٺهندا هئا ۽ اُهي ٺاهڻ توڙي آويءَ ۾ پچائڻ سولا هوندا هئا. ان ڪري ڌاتوءَ جي دريافتِ کان اڳ اهي استعمال ٿيندا هئا. اها حقيقت



ٺڪرجا ٿانوَ

آهي ته تاريخ جي دور کان به اڳ ٺڪر جا ٿانو استعمال ۾ ايندا هئا. موهن جو دڙو، جيڪو 5 هزار سال ق. م ۾ آباد ۽ شاداب شهر هو. ان مان لڌل ٺڪر، سنڌونديءَ جي چيڪي مٽيءَ مان ٺهيل هئا، جن ۾ چُن ۽ ابرق جا ننڍڙا جزا به شامل هئا. ان مِٽيءَ مان ٿانوَ چَڪَ تي ٺاهيا ويندا هئا. پر ڪي ٿانوَ هٿ سان به گهڙيل به مليا آهن. چَڪَ تي ٺهيل ٿانون سُڪڻ کان پوءِ

هڪ قسم جي مٽيءَ جي ميلاپ سان، جنهن ۾ لوهه جا جلا بہ شامل هوندا هئا هلڪو بادامي رنگ ٺهندو هو. ان سان رڱائي ڪئي ويندي هئي، ۽ ان مٿان ڪاري رنگ جي مصالحي سان چٽ ڪڍيا ويندا هئا. انهن چٽن ۾ اُڀرندڙ سج جي شڪل، ڦٽيءَ جي نموني ٺهيل چٽ ۽ جانورن، جهرڪين، نانگن ۽ مڇين وغيره جون تصويرون. ۽ ڪجهہ ٿانون تي هرڻ ۽ جابلو ٻڪرن (ڳڪين / سرهن) جون تصويرون بہ مليون آهن. بعد ۾ ذاتن مان وسيع پيماني تي ٿانو ٺهڻ لڳا. جن ۾ پائداري وڌيڪ هئي، پر ٺڪر جي ٿانون جو سلسلو بہ جاري رهيو. اڄ بہ سنڌ جي ڳوٺن ۾ ڪنيارن جا دڪان ۽ آويون موجود آهن.

گهاڙيٽي جي لحاظ کان سڄيءَ سنڌ جي طبعي ڀاڱن ۾ ٿانون جا جدا جدا نمونا نظر اچن ٿا. اڄ تائين ضرورت آهر هيٺ ڄاڻايل ٺڪر جا ٿانوَ روزمره جي استعمال هيٺ آهن:

دلو، ماٽي، وڏو مَٽ، دلي، گهاگهر، تسر، دڪي، لوٽو، لوٽي، ڪُپڙي، ڪنگر، ڪنگري، ساڙهو، طباخ، ڪُني، ڪنو، پارڙو، ڍڪڻ، والو ۽ لسو ڍڪڻ، ڍڪڻي، دانگي، ڏيئو، گُگهي، چلم، حقو، توپي، چلمچي، ڪُونار، ڪونڊو (ٿاڌل وارو)، ڇَل، اُکرلو، اُکري، ڪونرو، نادِي، جنڊي (سارين ڏرڻ جي)، مُخبو، ڍَاڪون، تيلاٽي، ڦيلهي (ننڍي پاٽ)، پاٽ، پاٽوڙو، سفالو، پيالو، جمن، تسري ۽ ٻارن جا رانديڪا وغيره سنڌو ماٿري ۾ ٿانون جي جوڙڻ ۽ جدا جدا هنڌن تي انهن جي نمونن ۾ فرق نمايان آهي. اتر سنڌ ۾ مٽيءَ جي چڪ عيوض پٿر جي ننڍي چڪ تي ٿانو ٺاهيا آهن ۽ اهو چڪ پير سان هلائبو آهي. طباخ، پاٽ، ڪونڊو ۽ اکريءَ جهڙا ٿانو چڪ تي لاٿا نہ ويندا آهن، پر اهي هٿ تي ٺاهيا آهن. دادوءَ خاص ڪري جوهيءَ پاسي گهگهيون پهرين قالب ۾ ٺاهيون آهن، ان بعد انهن جو پُٺ ۽ ڳچي چڪ تي ٺاهيندا آهن. مُهراڻي ۽ عمرڪوٽ واري ٿر، پراڻ واري پاسي، پنگريي ۽ ٽنڊي باگي جيَ ٿانون جي بيهڪ، چِٽ ۽ نفاست پنهنجو مٽ پاڻ آهن. اڳاٽي وقت ۾ حيدرآباد ۽ چنبڙ جي، چلم سڄي سنڌ ۾ مشهور هوندي هئي، جيڪا ٽن چئن طبقن ۾ ٽڪ سان جوڙي ويندي هئي. اُڏيري لعل ۽ شهدادپور جي وچ واري علائقي جي پاٽ، ساڪري ۽ پٿوري واري ترجا مٽ ۽ ماٽيون سُهڻائيءَ جي ڪري اڄ بہ مشهور آهن. چارڪيءَ ۾ حُقن جون ٽوپيون، دادو، سيوهڻ ۽ جوهيءَ جون ميٽايون گهگهيون، هالا جا ڪونڊا پوريءَ سنڌ ۾ پنهنجي منفرد حيثيت رکن ٿا. ڪي ڪاريگر مٽيءَ جا ٿانو چڪ تي ڇِل ڪري جنڊيءَ وانگيان ٺاهيندا آهن. اهڙا ڪاريگر تمام ٿورا آهن. اهڙو ڏانءُ جيمس آباد، صالح پنيري، چنبڙ ۽ پنگريي پاسي جي ڪن ڪنيارن کي آهي، جن جو ڪم ڏسڻ جهڙو آهي. خيرپور جي پاسي انهيءَ نفيس ڪم جو رواج آهي، پر اهو قالب جو محتاج آهي. طبي طرح بہ چوندا آهن تہ ٺڪر جي ٿانون ۾ رڌل کاڌو جست، ٽامي وغيره جي ٿانون کان وڌيڪ ٺڌو ۽ صحت لاءِ بهتر هوندو آهي.

**ٺِڪُريا**: هڪ ذات جو نالو جيڪي اڪثر نوابشاهہ، سکر ۽ حيدرآباد ۾ رهندڙ آهن.

**ٺڪري پڄائڻ** (راند): ڪنهن بہ دلي، مٽ، ڪني، طباخ يا ٻئي ڀڳل ٺڪر جي برتن جي ٺڪري کڻي، هڪ نشان تي بيهي، هر هڪ ٻار جيڪو مقابلي ۾ حصو وٺڻ چاهيندو آهي سو نهايت تجويز سان ترڇو ڪري ٺڪر اڇلائيندو آهي. ان ۾ اهو ڏسبو آهي تہ ڪنهن جي ٺڪري زياده پري ٿي وڃي. ڪي رانديگر وري اهي ٺڪريون پاڻيءَ جي وڏي دٻي، ويڪري واهہ يا ڍنڍ جي مٿاڇري تي اڇلڻ سان پڄائيندا آهن. انهيءَ راند ۾ اهو ڏٺو ويندو آهي تہ ڪهڙي اڇلايل ٺڪري ڪيترين ڇولين سان ٽي ٽڪرائجي. پوءِ جيڪا ٺڪري (پهرينءَ حالت ۾) پري ويئي يا جنهن ٺڪريءَ (ٻيءَ حالت ۾) وڌيڪ لهرن کي چيريو، ان جي اڇلائيندڙ کٽيو. هي راند بہ ڪلاڪن جا ڪلاڪ هلندي آهي ۽ ننڍڙا ٻار هن ۾ نهايت گهڻي دلچسپي وٺندا آهن.

**ٺڳ**: چالاڪيءَ ۽ حرفت سان سادن ماڻهن کي مختلف قسمن جون لالچون ڏيئي، پنهنجا گهربل مقصد پورا ڪندڙ ماڻهن جي مخصوص ٽولي کي ”ٺڳ“ چئبو آهي. اهي ڏوهاري ماڻهو ڪڏهن ڪڏهن عام انسانن کي ڌوڪي ۽ فريب سان ڦرڻ کان پوءِ، ڪين قتل بہ ڪري ڇڏيندا آهن. دراصل ٺڳجڻ مهل ماڻهوءَ کي خبر بہ هوندي آهي تہ هو ٺڳجي رهيو آهي، پر پوءِ بہ هو لالچ ۾ اچي، اُن ڪڌي عمل تي بغير ڪنهن احتجاج جي ماڻهو پاڻ اُن برائيءَ جو هڪ حصو بڻجي ويندو آهي. ٺڳن جو ڪو خاص علائقو يا هنڌ مخصوص نہ هوندو آهي، پر اُهي هر هنڌ موجود هوندا آهن. ڪي علائقا تہ مشهور ٺڳن جي حوالي سان سڃاتا ويندا آهن. ڪنهن زماني ۾ ”دهليءَ جا ٺڳ“ محاورو ڪم ايندو هو، ڇو تہ ڪنهن دور ۾ دهليءَ جا ٺڳ تمام گهڻا مشهور هوندا هئا. اڄڪلهہ ڪٿي ڪٿي عاملن جي صورت ۾ جادوئي علم ذريعي پڻ ماڻهن کي ٺڳيو وڃي ٿو.

**ٺَڳَ**: جکراڻي بلوچن جو هڪ پاڙو. جيڪي ذات جا جکراڻي بلوچ يا ”ٺڳ“ سڏبا آهن. هنن جون پنهنجي ذات جي ٻين پاڙن سان عزازتون آهن.

**ٺڳ ۽ پنڊاري** (گروهہ): هندستان ۾ رهزنن ۽ قاتلن جو هڪ گروهہ، جيڪي ڪالي ديويءَ جا پوڄاري هئا. هنن 16 يا 17 صدي عيسويءَ ۾ خصوصاً وچ هندستان ۾ ماڻهن کي قتل ڪري مارڻ سان هاڃا ڪري ڇڏيا هئا. اُهي رهزن معاشري ۾ عام ماڻهن سان اهڙيءَ طرح گڏجي رهندا هئا، جو سندن ڏوهاري هئڻ جو ڪنهن کي بہ شڪ نہ پوندو هو. سال جو وڌيڪ حصو، پنهنجن دستوري ڌنڌن ۾ گذاريندا هئا. سرءُ جي موسم شروع ٿيندي ئي ٽوليون ٺاهي سوداگرن يا ساڌن جي ويس ۾، گهرن مان نڪري پوندا هئا. مسافرن سان گڏ رلي ملي ويندا هئا ۽ ڪين قتل ڪرڻ جي موقعي جي تلاش ۾ رهندا هئا. قتل جو طريقو اهو هوندو هئن تہ مظلوم جي ڳچيءَ ۾ پَٽَ جي ڏوري يا چمڙي جي سنهي وڌي وجهي ڇڪيندا هئا. جنهنڪري اُهو ماڻهو ساهہ گهٽجڻ ڪري مري ويندو هو. انهن ٺڳن جي سرگرمين جو سراغ پندرهين صديءَ ۾ لڳايو ويو. ڪين ڪن جماعتن ۽ اهڙن مقامي عهديدارن جي حمايت حاصل هئي، جيڪي مالِ غنيمت مان حصو وٺندا هئا. ٺڳن جي پاڙ پٽڻ جو فيصلو برطانوي حڪومت ابتدائي دور ۾ ئي ڪيو هو. لارڊ وليئم بيئنٽڪ ڇهن سالن ۾ 3266 ٺڳ گرفتار ڪري، انهن مان 412 ٺڳن کي ڦاهيءَ تي چاڙهيو. 483 ٺڳ سرڪاري گواهہ بنجي ويا ۽ ٻين کي ڪاري پاڻي (جنم ٽيپ) جي سزا ملي. اهڙيءَ طرح اهو فتنو هميشہ لاءِ ختم ٿي ويو. انهيءَ قتل عام ۾ هندستان جي جن قومن حصو ورتو، تن کي ڏوهاري قومون قرار ڏنو ويو ۽ انهن لاءِ قانون ٺهيو تہ ڪنهن بہ هنڌ ٽن مهينن کان وڌيڪ عرصو نہ رهن ۽ جنهن بہ هنڌ وڃن، پنهنجي رهائش جو اطلاع پوليس کي ڏين. اهڙيءَ طرح انهن قومن، روزگار لاءِ خانہ بدوشيءَ واري زندگي اختيار ڪئي. انهن ۾ مشهور قومون، ساسريا، گرڙا، ڀيل، ڪولهي، باگڙي ۽ جنڊاهڙا هئا. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ڪين شهري تسليم ڪيو ويو آهي.

**ٺُل**: هن نالي سان ٽي، حيدرآباد، لاڙڪاڻي ۽ دادو ضلعن ۾ ڪي ديهون آباد آهن. ضلعي جيڪب آباد ۾ هڪ تعلقو بہ ٺل نالي سان موجود آهي.

تعلقي حيدرآباد جي ديهه ٺلهه ۾ هينيان ڳوٺ شامل آهن: ’سعيد خان لغاري‘، ’صاحب خان لغاري‘، ’جان محمد لغاري‘، ’غلام حسين لنڊ‘، ’نامر خان‘، ’حاجي بچل لُنڊ‘، نظام الدين رانگڙ‘ ۽ ’متارو ماڇي‘.

تعلقي ميري خان جي ديهه ’ٺل‘ ۾ هينيان ڳوٺ شامل آهن: ’شهاب الدين شيخ‘، ’سهراب الدين شيخ‘، ’سهراب خان بروهي‘ ۽ ’محمد عثمان بروهي‘.

ساڳئي نالي سان تعلقي جوهيءَ ۾ پڻ هڪ ديهه جو نالو آهي. جنهن ۾ هينيان ڳوٺ شامل آهن: ’قاسم رودناڻي‘، ’بچل رودناڻي‘، ’حاجي فريد رودناڻي‘، ’شاهڪ رودناڻي‘، ’ميرخان رودناڻي‘، ’احمد برهماڻي‘، ’خميت چانڊيو‘، ’ننديو قاسم‘، ’ڏنوجي ٽڪري‘، ’مولوي نورمحمد رودناڻي‘، ’احمد رودناڻي‘، ’حاجي بهارو رودناڻي‘، ’حاجي حسين رودناڻي‘ ۽ ’شيرخان رودناڻي‘، ’حاجي حسين رودناڻي‘.

**ٺل²**: تعلقي ميرو خان ۾ هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ ڳوٺ شهاب الدين شيخ، سهراب خان بروهي ۽ محمد عثمان بروهي ڳوٺ شامل آهن.

**ٺل³**: تعلقي الهيار جي هڪ ديهه جنهن ۾ هينيان ڳوٺ شامل آهن. سعيد لغاري، صاحب خان لغاري، جان محمد لغاري، غلام حسين لنڊ، ناصر خان، حاجي بچل لنڊ، نظام الدين رانگڙ ۽ متارو ماڇي.

**ٺُل/ ٺُلهه**: منارو. بُرج (قلعي جو). ويڪرو منارو. جيڪو ڪنهن ڪوٽ يا قلعي ۾ اندر ٺهيل هجي، يا اُن جي ٻاهران اهڙيءَ طرح ٺهيل هجي، جنهن مان قلعي جي حفاظت ڪري سگهجي. بُرج کي ٺُلهه به چوندا آهن. جيڪو پڻ قلعي جي پٽ ۾ اڌ گول يا چؤڪنڊي شڪل جو هوندو آهي. سنڌ ۾ ڪيترائي ٺُل/ٺلهه آهن، جيڪي هن وقت آثار قديم ۾ شامل آهن. جيئن ’ڏيپر گهانگهري جو ٺل‘ ۽ ’مير رڪڻ جو ٺل‘.

هن قسم جون اڏاوتون ڪشن گهراڻي جي راجا ڪالشڪا (78-123 A.D) واري حڪومت جي دؤر ۾ ڪرايون ويون. راجا هڪ پيري پاڻ پنجاب، بهاولپور ۽ سنڌ جي دوري تي آيو. واپسيءَ ۾ حڪم ڏنائين ته، منهنجي دوري جي ياد ۾ مکيه هنڌن تي ٺل ۽ ڏيورا جوڙيا وڃن. جيڪي هن وقت سنڌو نديءَ جي پراڻن وهڪرن جي پر ۾ زبون حالت ۾ موجود آهن. سنڌ ۾ اڪثر ٻڌمت جون اڏاوتون ان ئي دؤر ۾ ٿيون. سوڏرن جي ڏڙي واريون ٻڌمت جون اڏاوتون عيسوي پهرين صديءَ ۾ ٿيون. (ڏسو: اسٽوپا، جلد پهريون).

**ٺُلاهه**: تعلقي ڏوڪري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هينيان ڳوٺ آباد آهن: ’ٺلاهه‘، ’شيرمحمد ڪلهوڙو‘، ’قائم مگڻ‘، ’پريل ڪلهوڙو‘، ’عرض محمد بروهي‘، ’چتو ڪلهوڙو‘، ’محمد خان مشوري‘، ’سهڻو جتوئي‘، ’روحل ڪلهوڙو‘، ’شادي خان جتوئي‘، ’ٻانهون ڪلهوڙو‘، ’يار محمد جتوئي‘، ’لالو شيخ‘ ۽ ’نصيرمحمد ڪلهوڙو‘. ’ٺلاهه‘ شهر کي پيرصاحب پاڳاري جي خاندان مان پير مظهرالدين آباد ڪيو هو. هتي هڪ ديني مدرسو پڻ قائم ڪيو هئائين. جيڪو ضلعي لاڙڪاڻي جو وڏو مدرسو هو. انگريزن جي دور ۾ به اهو وڏو مدرسو هلندو هو. پير مظهرالدين پاڻ ٻنا ڪنهن معاوضي جي درس ڏيندو هو پر ٻين معلمن کي پاڻ اجرت ادا ڪندو هو. هن مدرسي پنهنجي دور ۾ سنا سنا عالم پيدا ڪيا.

**ٺُل پراڻو**: تعلقي ٺل، ضلعي جيڪب آباد ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: ’عبدالقادر شاهه‘، ’شادي خان سرڪي‘، ’ڪوڙو علي بخش سرڪي‘، ’هيتماڻي‘، ’عبدالرحمان سرڪي‘ ۽ ’مانو سرڪي‘.

**ٺُلراڻي**: گورچاڻي بلوچن جي پتافي پاڙي جي هڪ قبيلي جو نالو. جيڪي ذات جا ”ٺلراڻي“ بلوچ سڏجن ٿا.

**ٺُلهه**: هي ٺلهه، ديهه ٺل، تپي بکر شهيد تعلقي جوهي ضلعي دادوءَ ۾ آهي. هي ٺلهه هڪ ڏڙي جي مٿان ٺهيل آهي. ڏڙو ثقافتي وٿن سان ڀريو پيو آهي. ڏڙي جي وٿن ڇڪاسڻ کان پوءِ چئي سگهجي ٿو ته اهو ماڳ به سنڌو تهذيب واري دور سان واسطو رکي ٿو. هي ڏڙو اڳ ۾ ڪنهن به نه ڄاڻايو آهي. هتان، ٺڪر، ٺڪر جون پڳل چوڙيون، سوخدار ٿانو وغيره لڌا آهن جيڪي سنڌو تهذيب واري دور سان ڀيٽڻ جهڙا آهن.

**ٺلهه ڏامراها**: هي ٺلهه ڳوٺ ڏامراهي، تپي ڏامراهي، تعلقي ۽ ضلعي لاڙڪاڻي ۾ آهي. هي ماڳ لاڙڪاڻي رتي ديري روڊ کان اولهه ۾ هڪ ڪلو ميٽر جي پنڌ تي آهي.

ٺلهه هڪ ڏڙي تي ٺهيل آهي: پر اُتي هن وقت ڪنهن به قسم جون ثقافتي وٿون موجود نه آهن. ٺلهه جي اڏاوت ڏاڍي شانائتي آهي، ۽ جيڪي به ٺلهه هن وقت سنڌ ۾ موجود آهن، تن مان هي سٺيءَ حالت ۾ آهي. گهڻين برساتن سبب ايرندي پاسي گهڻو کاڄي ويو آهي. ٺلهه پنجن طبقن ۾ ٺهيل آهي. اهي طبقا هيٺان کان مٿي سوڙها ٿيندا وڃن ٿا. هيٺيون طبقو چورس ۽ هر پاسو اٽڪل 205 س. ميٽر ۽ اوچائي ۾ 75 س. ميٽر آهي. اتي



ٺلهه ڏامراها

پنجن انچن جو وڌاوڙو ڏنل آهيس. ٻيو طبقو اٽڪل 190 س. م ويڪرو ۽ 40 س. م اوچو آهي. ٽيون طبقو 175 س.م ويڪرو ۽ 110 س. م اوچو آهي. اِهي چارئي طبقا چورس رٽ تي ٺهيل آهن. مٿيون پنجون طبقو گول 376 س- ميٽر گهيري جو ۽ 380 س. م اوچو نهرو ۽ گاري سان لنبيل آهي. مٿيون چوٽيءَ وارو حصو پڪ سرو آهي، جڏهن ته باقي حصو ڪچين سرن جو آهي. ڏاڪڻ جا ڪجهه نشان ملن ٿا، جيڪي 1988ع تائين هئا. پر 1993ع ۾ ڪوبه ڏاڪڻ جو نشان موجود ڪونه هو. سرن جي ماپ 38cmx4cm يا 39cmx22cm آهي. سرن جي ماپ ٻڌائي ته هي سيني ۾ پراڻو ٺلهه آهي. هي ٺلهه ٻين سيني ٺلهن کان وڌيڪ ثقافتي سگهه رکي ٿو 2000ع ۾ هڪ جپاني گروپ سان جڏهن هن ماڳ کي ڏٺو ويو ته هينئين طبقي جي اوپر واري ڪنڊ ڪري چڪي هئي.

**ٺلهه درب چانڊيو**: هي ٺلهه ميرو خان لاڙڪاڻي روڊ کان 25 ڪلو ميٽر ڳوٺ ارباب شيخ، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ آهي. هي ماڳ اتر ڏگهائي ڦاڪ 27°43'50" ڏگرين ۽ اوڀر 68°10'30" ڏگرين تي آهي.

ٺلهه، ڳوٺ لڳ آهي، جنهن جي چوڌاري زرعي زمين آهي. ٺلهه هڪ ڏڙي تي ٺهيل آهي جو ڪنهن سمي وڏو هوندو، پر هينئر والار هيٺ اچي ويو آهي ۽ مقامي ماڻهن ان کي ڍاهي آباديءَ لائق زمينن ۾ آٽي ڇڏيو آهي. هي

دڙو زمين جي مٿاڇري کان 12 فوٽ اوچو آهي ۽ هن جي ويڪر ۽ ڊيگهہ هن وقت 9 وڃي رهي آهي. ٺُلهہ ٻن طبقن ۾ ٺهيل آهي. هيٺيون طبقو چورس هر پاسو 200 س. م ماپ جو آهي؛ اوچائي 250 س. م اٽس. ٻيو طبقو گول آهي، جنهن جو گهيرو 12.9 فوٽ آهي. جيڪو پڪ سرو آهي ۽ ان ۾ مختلف ماپ جون سرون استعمال ٿيل آهن. سڄو گول سان اوساريل آهي. هيٺيون حصو زبون آهي، جڏهن تہ مٿيون حصو ڪي قدر بهتر آهي. مقامي ماڻهن ٻڌايو تہ پيڙهہ/ هيٺين طبقي تي ڪي ڪُڏُڙا (Recesses) ۽ جارا (Niches) هئا، جيڪي اتر پاسي هئا، اهي جارا ۽ ڪُڏُڙا ڪي ٺلهہ ۾ اندر ٺهيل نہ هئا، پر واڌو اڏاوت هئي، جنهن جا نشان مٽجي ويا آهن. چون ٿا تہ ٺلهہ جي اولهہ ۾ ڏاڪڻ ٺهيل هئي جيڪا هيٺ بنيادن ڏانهن وئي پئي. ٺلهہ گاري سان لتل آهي، جنهن جا نشان اڃا بيٺا آهن.


ٺُلهہ ڊرب چانڊيو

**ٺُلهہ ڏنگ**: هي ٺلهہ ۽ دڙو ڳوٺ نعمت خان کوسي ديهہ ڏنگ، ٽپي جمالي، تعلقي شهدادڪوٽ ضلعي قمبر- شهدادڪوٽ ۾ آهي. هي ٺلهہ هڪ دڙي تي ٺهيل آهي. دڙو 10-9 فوٽ زمين جي مٿاڇري کان اوچو آهي. ٺلهہ 450 س. م اوچو آهي ۽ گهيرو 19 فوٽ آهي. دڙو هن وقت والار ۾ اچي ويو آهي. ڪنهن سمي وڏو هوندو هو پر هينئر صرف ايترو بچيل آهي، جو هي ٺلهہ بيٺل آهي. ٺلهہ ويلڻي (cylindrical) ۽ پڪين سرن جو، گاري سان اوساريل آهي. ٺلهہ جو هيٺيون حصو اڃڙيل، سرون نڪتل ۽ کوٽيل آهن. هن جي بنيادن بابت پڪ نٿي پوي تہ اهي


ٺُلهہ ڏنگ

ڪيترو زمين ۾ اندر آهن. چوڌاري چڱي تعداد ۾ مٿاڇري تي ٽوڙي اندر ٺڪرائو ٻڌائي ٿو تہ اهو ٺلهہ اسلامي دور کان اڳ جو آهي. هن وقت بہ ٺلهہ تي 81 بار موجود آهن، جيڪي پڪين سرن جا آهن. سرن جو نمونو ٻيرلوءِ خيرپورميرس ضلعي ۽ لکي غلام شاهہ ضلعي شڪارپور جي ٺلهن ۾ لڳل سرن سان پيٽنڻ جهڙو آهي. ڪجهہ سرون اهڙيون بہ مليون آهن، جن تي نقش اڪريل آهن.هي ٺلهہ شهدادڪوٽ کان 16 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي آهي.

**ٺُلهہ سڌيرڻ**: ٽنڊي محمد خان ملاڪاتيار روڊ اٽڪل 7 ڪلوميٽر پري ڳوٺ سعيدپور ٽڪر لڳ روڊ تي اتر پاسي واقع هڪ ٽڪري جا اتر- ڏکڻ ڊگهي آهي. ان جي اتر واري چيڙي لڳ هڪ ٺلهہ آهي، جنهن کي سڌيرڻ (Sudheran) جو ٺلهہ چون ٿا. هن آثار جو تفصيلي احوال ڪتاب Antiquities of Sind، ليکڪ هينري ڪزنس 1929ع ۾ پڙهي سگهجي ٿو. کوٽائي کان اڳ هن ٺلهہ جي اوچائي اٽڪل ويهہ فوٽ هئي ۽ ان جو بنياد واري ٿلهي جو قطر 137 فوٽ هو هي ٺلهہ ڪچين سرن جو ٺهيل هو. جنهن جي ٻاهران پڪين سرن جو پوش جو خوبصورت ٽڪائي سان


ٺُلهہ سڌيرڻ

سنواريل هو. پر پڪيون سرون بهرحال ڪري ڇُڪيون هيون. خيال آهي تہ ٺلهہ اصل موجوده ٺلهہ جي گهيري کان ٽيڻو ويڪرو هو. هي آثار اڪيلو نہ هو. پر ان جي ڏکڻ-اولهہ ۾ ميل ڪن تائين ساڳي دور جا آثار هئا. جي ان وقت ننڍن ننڍن سرن جي ڍڳن جي صورت ۾ ڏسڻ ۾ پئي آيا. اهي ڀڪشن جون رهائشون بہ سمجهہ ۾ پئي آيون. زمين کان هيٺيرو نظر ايندڙ سرن جي بارن ڏسڻ مان ڀاسي ٿو تہ ٿلهو اصل چوڪور هو. جو اتر کان ڏڻ 98'-6' ۽ اولهہ کان اوڀر 76'-9' ماپ جو هو. بهرحال وڌيڪ ڊيگهہ واري پاسي لاءِ مسٽر ڀنڊارڪر جو چوڻ آهي تہ انهي پاسي پوڙيون ٺهيل هيون. جيڪي ٿلهي جي مٿئين سطح تائين پهچنديون هيون ۽ شايد ان پاسي هڪ يا بہ مجسما بہ رکيل هجن. ڏکڻ، اوڀر ۽ اولهہ واريون ڀتيون هڪ جهڙيون هيون.

هن ٺلهہ بابت مسٽر ڀنڊارڪر چوي ٿو تہ ان سان هڪ عشقيا داستان، بادشاهہ (Neru) نيرو جي راڻي ۽ سندس ڀائٽيي/ ڀاڻج سڌيرڻ جو بہ ڪيس روايتن ۾ ٻڌايو ويو ۽ اهو بہ تہ ٻئي سڌيرڻ ۽ نيرو جي گهر واري ٺلهہ واري هنڌ پوريا ويا هئا. ڪن ماڻهن جو چوڻ تہ ٺلهہ بني اسرائيلن جو ٺهرايل روشني جو منارو هو. مسٽر راورٽي سمجهي ٿو تہ ٺڪريون ۽ سروٽا جيڪي ٺلهہ کان حيدرآباد تائين ٿوري ٿوري مفاصلي تي ڏسڻ ۾ اچن ٿا. سي هڪ

وڏي شهر جا آثار آهن. جيڪو سڄي گنجي ٽڪر تي ٻڌ جي اوج واري دور ۾ هتي آباد هو. مسٽر پندارڪر جي خيال ۾ هي ٺلهه ڪنهن به صورت ۾ اشوڪا جي دور ۾ 100 ع کان پوءِ جو نه آهي.

**ٺلهه گاجي کهاوڙ:** هي ٺلهه ڳوٺ گاجي کهاوڙ، ديهه گاجي کهاوڙ، تعلقي وارهه، ضلعي قمبر- شهدادڪوٽ ۾ آهي. هي ٺلهه هڪ دڙي تي ٺهيل آهي، جيڪو زمين جي متاڇري کان 12 فوٽ اوچو هو. دڙي جي



ٺلهه گاجي کهاوڙ

چوڌاري زمين جو متاڇرو ڪجهه هيٺ آهي، شايد مقامي ماڻهن اتي ڪامان هٽي مٽي ڪڍي آهي. اهو به اندازو آهي ته جڏهن مينهن پوندو هوندو ته اتي پاڻي ڪڏن ۾ بيهي ويندو هوندو. ٺلهه نهرو (solid) ٺهيل آهي. سرون پڪيون ۽ اوساري گل جي اٿس. سرون مختلف ماپ جون آهن: ڪي سرون ڇهن پنجن سينٽي ميٽرن جيترين ٿلهيون ته ڪي ستن اٺن سينٽي ميٽرن جون ٿلهيون آهن. ٺلهه ٻن طبقن ۾ ٺهيل آهي. هيٺيون طبقو وڏو ۽ چورس آهي، جيڪو اٽڪل 6 فوٽ ويڪرو ۽ 9 فوٽ اوچو آهي. مٿيون طبقو گول، ست فوٽ اوچو، جنهن تي 609 بار اجا به بيٺل آهن. هيٺئين طبقي ۾ ننڍا جارا ٺهيل آهن. هيٺيون طبقو ڪافي ڊٺل آهي. گاري جي لنب جا نشان ٻنهي طبقن تي ڪجهه موجود آهن. اولهه پاسي ڪن ڏاڪڻين جا نشان به آهن، جيڪي مٽي وچن ٿا. ٺلهه جي چوٽي ثابت نه آهي. هن وقت ٺلهه تباهه حال آهي، ان ڪري ماپون ساڳيون نه رهيون آهن.

**ٺلهه لکي غلام شاهه:** لکي غلام شاهه، جنهن کي تازو شڪارپور ضلعي ۾ تعلقي جو درجو ڏنو ويو آهي. هي ٺلهه سکر- شڪارپور ۽ نئين ديري- سکر واري رستي جي ميلاپ واري هنڌ واقع آهي. هي ٺلهه سادين پڪين سرن مان ويلڻي (Cylindrical) شڪل جو ٺهيل آهي. ٺلهه هڪ ثقافتي دڙي تي ٺهيل آهي ۽ ان ۾ هڪ آرپار جارو دڙي جي سطح کان اڍائي فوٽ مٿي 1'-3"x 1'-10" ٺهيل آهي جو يا ته اصلي آهي يا وري ڪنهن خزاني جي ڳولائو جي پيچ ڊاهه جو نتيجو آهي. دڙي تي هر طرف ٺڪرائو پکڙيو پيو آهي جو ظاهر ڪري ٿو ته ٺلهه ڪنهن قديم ماڳ جي متان اڏيل آهي. دڙو اصل 15 کن فوٽ اوچو آهي ۽ ٺلهه پڪين سرن جي 140 بارن تائين بچيل هو. جنهن جي اوچائي لڳ ڀڳ 25 فوٽ جيتري هوندي. ٺلهه جو گهيرو 6"- 27' جيترو آهي. جيڪڏهن ٺلهه اصل ۾



ٺلهه لکي غلام شاهه

زمين تان اوساريل نه آهي يا ان جي بنياد ۾ ڪو پڪو ٿلهو ٺهيل نه آهي ته اهو ڪنهن به وقت ڪري سگهي ٿو. 1993 ع تائين دڙي جي ٻاهران ويجهڙ ۾ ڪا حد دخلي نه هئي.

**ٺلهه مارو:** هي آثار ديهه ۽ تپي فريدآباد، تعلقي ميهڙ ضلعي دادو جي سروي نمبر 2-1/656 ۾ واقع آهي. آثار جي پير ۾ ڳوٺ قادر بخش رند سڏ پنڌ تي آهي. هي ٺلهه ثقافتي دڙي تي ٺهيل آهي جو زمين کان اٽڪل 15 فوٽ ڪن مٿي آهي ۽ پرپاسي ۾ قبرستان اٿس. ٺلهه ٽن تهن ۾ ٺهيل آهي. وچون حصو گول، چار ميٽر اوچو ۽ 120 س. م گهيري سان آهي. پڪين سرن مان ٺهيل هي حصو اصل مٽيءَ جي گاري سان لتل هو. انهي جي ٻاهران وري 60 س.م ٿولهه وارو هڪ تهه آهي، جو مٽي ٿولهه ۾ گهٽبو وڃي ٿو. انهن ٻن تهن جي متان ٽيون تهه آهي جو هڪ ميٽر ٿولهه وارو



ٺلهه مارو

آهي. هي به مٽي سوڙهو ٿئي ٿو. بهرحال هي اولهه پاسي کان چاڙهي ٺهيل آهي جيڪا ٺلهه جي چوٽيءَ تائين پهچي ٿي.

**ٺلهه مير رڪڻ:** هيءُ ٻڌ ڌرم جو تاريخي ماڳ، ضلعي نوشهري فيروز جي، تعلقي موري کان 14 ميل ڏکڻ اولهه طرف ۽ دولتپور کان 8 ميل ڏکڻ- اوڀر طرف آهي. هن ٺلهه سان ڪا به ڏندڪٿا وابسته ناهي ۽ نه وري ان جي نالي

متعلق تفصيلي ڪو مواد ملي سگهيو آهي. هن ٺل جو نالو مسلمانڪو لڳي ٿو. ٿي سگهي ٿو ته اهو نالو ان ٺل واري زمين جي ڪنهن مالڪ جو هجي، جنهن جي زمين ۾ اهو ٺلهه بيٺلو آهي. هن وقت اتي پنجابين جو ڳوٺ موجود آهي.



ٺلهه ميررڪڻ

سنڌ ۾ هيءُ اڪيلو ئي اسٽوپا آهي، جنهن کي ڪنهن حد تائين مڪمل چئي سگهجي ٿو. مسٽر گبس (Gibbs) لکي ٿو ته "هي ڪنڊر پري کان ڪشش ڪندڙ ۽ من موهيندڙ، ريلوي لائين جي پرسان آهن ۽ گهڻو امڪان ان ڳالهه جو آهي ته ٻين اسٽوپائن جي ڏڙن جي سرن ۽ سروٽن وانگر، هن اسٽوپا جون سرون به ريلوي جي رستي وڇائڻ ۾ ٺيڪيدارن ڪم آنديون هونديون. ٺلهه جي ٿوس ۽ گول اڏاوت، جيڪا آهستي آهستي مٿي سنهڙي ٿيندي ٿي وڃي ۽ اٽڪل 60 فوٽ بلند آهي. ٻاهرين اڏاوت سنين پڪين سرن سان جڙيل آهي. جيڪي ڪجهه باقي بچيو آهي، ان مطابق چورس پاين جون ٽي قطارون آهن، جيڪي هڪٻئي جي هيٺان مٿان جوڙيل آهن. هنن جي هيٺان سڄو سارو مٿاڇرو پڳوپريو پيو آهي. هن ٺلهه جي چوڦير اجا تائين بنيادن جا ڪجهه حصا زمين جي سنوت کان هيٺ بچيل ڏسڻ ۾ اچن ٿا. اُنهن پاين مٿان تاج ۽ تاج جي مٿان ڪارنس رکيا ويا آهن، جيڪي سڀ اُڪريل سهٽين سرن سان بنايا ويا آهن. انهن جي مٿان گُلڪاري ۽ ٻئي قسم جو نقش و نگار ٿيل آهي. پاين تي لڳل تاج ۾ ڪم آيل سرون ڪارب جون ٺپيل سرون نه، پر اُڪريل سرون ڪم آندل آهن، جن جا ڪنارا اڃا تائين تيز ۽ سنهڙا آهن. ان پڪي لڙهه واري ڪم ۾ ڪٿي بهترين قسم جون گلڪاريءَ واريون سرون وري سانچي جون ٺپيل آهن. بنيادن جي چوڦير سروٽن ۽ پنبجهوءَ جو ڍير آهي، جيڪو زمين کان ڏهه فوٽ مٿي ۽ اسٽوپا جي بنيادن سان لڳو بيٺلو آهي. هتان مهاتما گوتم ٻڌ جون ڪيتريون پڪل مورتيون هٿ اينديون پئي رهيون آهن. هڪ مقامي انجنيئر کوٽائي ڪرائيندي ٻڌ جون ڪيتريون مورتيون لڌيون هيون. جن ۾ مهاتما ٻڌ جو جنم ڏيکاريل هو. هڪ مورتيءَ ۾ هو ماءُ جي پاسي ۾ وڻ هيٺان سمهيو پيو آهي. ٻيءَ مورتيءَ ۾ هو ننڍ ۾ ستل پنهنجي گهرواريءَ کي الوداع چئي رهيو آهي. اُهي پڪل ڀتر جون مورتيون، مهارت سان ٺپيل نه هيون. ۽ ماپ ۾ 6 يا 7 انچ هر چورس ٿينديون. مسٽر جي. گبس، مسٽر بارٽل فريئر ۽ مسٽر شاسٽوئرٽ سان گڏجي هن اسٽوپا جي کوٽائيءَ لاءِ آيو هو. جنهن کي هن 'رڪڻ جو ٺلهه' لکيو آهي. هن جو چوڻ آهي ته

اسان اڳواٽ ئي بنياد صاف ڪرڻ لاءِ ماڻهو موڪليا، جيڪي هيٺ سرنگهون هڻندا ويا، ته جيئن تبرڪ تائين پهچي سگهون. شام جو آءٌ هڪ عام ڏاڪڻ جي وسيلي مٿي ٺلهه تي چڙهڻ ۾ ڪامياب ٿي ويس ۽ ڏٺم ته ماڻهن اٺ فوٽ کوٽائي ڪئي هئي. ٽن ڏينهن يعني 27 فيبروري 1852ع ۾ اسان ٺلهه جي پرسان ڪئمپ هڻئي ۽ مزدور ڪا شيءِ لڀڻ کان سواءِ وڃي تري تائين پهتا هئا. ٺل رازڪي طرز جو هڪ عام رواجي نمونو هو، ان ۾ استعمال ٿيل پٿر پري کان آندا ويا هئا. چورس بنياد جڏهن ظاهر ڪيا ويا ته انهن جي ماپ هر هڪ پاسو 66 فوٽن جو هو. سنڌ گزيٽيئر جي صفحي نمبر 638 تي ڄاڻايل آهي ته هن ٺل جي، جنرل جان جيڪب جي نگرانيءَ ۾ کوٽائي ٿي هئي. ان زماني ۾ هو صاحب، سنڌ جو قائم مقام ڪمشنر هو پر هن هتان ڪا به دلچسپيءَ لائق شيءِ ڪانه لڌي. هن ٺل ۾ ٻاهرئين پاسي کان هڪ متوازي سرنگهه به هڻئي وئي هئي. هن ٺل مان 1978ع ڌاري سڪرنڊ جي اديبن عبدالرحمان مگسي، حاجي خان ڪيريي ۽ تاج جويي کي ٺل جي مٿئين حصي مان ڪريل هڪ سرهٽ آئي هئي، جنهن تي ٻڌ جي تصوير اُڪريل هئي. اها سِرڪيترن سالن تائين مرحوم مگسي صاحب جي لائبريءَ ۾ محفوظ رهي، پران کي آهستي آهستي ڪلر کائيندو ويو. بهرحال اها حقيقت آهي ته هي ٺلهه ٻڌ ڌرم جو اهم آثار آهي.

**ٺلهه نئون:** ضلعي جيڪب آباد جي ٺل تعلقي ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: 'ڪريم بخش سرڪي'، 'ڪريم بخش نوناري'، 'ڪريم بخش گولو'، شيرخان ٻرڙو'، 'حبيب الله ٻرڙو'، 'بلوچ آباد'، سيد عبدالقادر شاهه' ۽ 'مولوي رحيم بخش بنگلاڻي'.

**ٺلهه هَيرو خان:** ديهه، تپي هيرو خان ۽ تعلقي جوهي ضلعي دادو جو هي ٺلهه هيرو خان شهر جي پاسي ۾ پٽ گل محمد ۽ شاڌڻ ويندڙ رستي جي ڀئي پاسي چند فرلانگن جي مفاصلي تي آهي. ٺلهه جي پيڙهه سادن



ٺلهه هيرو خان

پٿرن سان اوساريل آهي، جنهن جي اوچائي زمين جي سطح کان ٻن ميٽرن جيتري آهي. ان جي مٿان ٺلهه ڪچين سرن جو ٺهيل آهي، جنهن جي اوچائي ست ميٽرن ۽ 25 سينٽي ميٽرن جيتري آهي. هن ٺلهه جي پٺ رتا گونيا جي شڪل جيتري آهي. (جيئن ٺلهه ديهه لڳ بهليل شاهه جي) اولهه پاسي ۾ ڏکڻ کان مٿي ويندڙ چاڙهي آهي، جيڪا ٺلهه جي چوٽيءَ تائين

رسي ٿي. چاڙهي سميت اولهه واري پاسي جي ماپ 44 فوٽ آهي ۽ اتر پاسي واري ڊيگهه 27 فوٽ اٿس. جڏهين ته اوپر طرف ٺلهه جي ويڪر سوا اوڻيهه فوٽ آهي. انهي حساب سان ٺلهه جي چاڙهي جي ڊيگهه اٽڪل 25 فوٽ ٿئي ٿي.

هن ٺلهه ۾ هڪ انوکو ارڪڻ به آهي. ٺلهه جي اوپر واري چيڙي ويجهو زمين جي سطح تي هڪ آرپار باترتيب جارو آهي، جنهن مان ماڻهو جهڪي گذري سگهي ٿو.

**ٺلهي**: هي آثار ڳوٺ محمد علي بڙدي لڳ ڳيريلي، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ آهي. ڳيريلي کان الهندي طرف ارٽر شاخ سان. ٽن، چئن ڪلو ميٽر پنڌ کان پوءِ هئي نمبر پل وٽان پوٽا ٻه ڪلو ميٽر پنڌ تي ڳوٺ محمد علي بڙدي آهي. جنهن جي پرسان صفا دڳ تي هي ويهارو فوٽ کن اوچو دڙو آهي.



ٺلهي

جنهن تي ڪجهه قبرون ناهيون ويون آهن. ٺلهي ڏسڻ ۾ اوڏڪي اڏاوت جي آهي ۽ ڏٺل هنڌن تان ڪچين سرن جي ٺهيل آهي.د ڙو چئن ويسن کن ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهي. ٺلهي بنهه اسٽوپا جو ڏيک ڏئي ٿي. هن وقت ان جي اوچائي 10 فوٽ کن ٿيندي. هي ٺلهي جنهن دڙي تي بيٺل آهي اهو دڙو به وٽن سان پريل آهي. ماڳ سجو والار هيٺ اچي ويو آهي. باقي ان جي عمر/ قدامت جي کوٽائيءَ بعد پئجي سگهي ٿي.

**نمري**: راڳ جي هڪ طرز يا صنف، جيڪا ٻن "سپتڪن" جي ٿيندي آهي ۽ آسانيءَ سان ڳائي سگهبي آهي. هيءَ نيم ڪلاسيڪي موسيقيءَ جي هڪ صنف آهي، جنهن ۾ "خيال" وانگر حصا هوندا آهن يعني استائي ۽ انترو. راڳ ۾ گويي کي جذبات جي اظهار لاءِ ڪافي آزادي حاصل هوندي آهي. راڳ جي 'صحت' تي هرويرو زور نه ڏنو ويندو آهي. هن ۾ مختلف راڳن جي آميزش به جائز سمجهي ويندي آهي، تنهنڪري تين تال ۽ ڏاڍرا هن جا خاص "تال" آهن. لئي ۾ شوخي ڏسبي آهي. سرن جي ادائگي ۽ لاهه چاڙهه، ٻولن جي مناسب طرز ادا جي تابع رهندا آهن. هن صنف جي شروعات اوڌ جي درٻارين ۾ ٿي هئي. لکنئو ۽ بنارس ان جا مشهور مرڪز رهيا.

**نوٽ**: ضلعي دادوءَ جي هڪ جبل جو نالو جيڪو 'ٻارڻ' کان اپرندي طرف موجود آهي.

**نوٽا**: سُڪل ڪانا، چوپائي مال جا چهاڙيل ڪانا، جيڪي جڏهن ڪائي نه سگهندا آهن ته ڇڏي ڏيندا آهن. خاص ڪري اوڳرواريندڙ جانورَ اُهي نوٽا چهاڙي ڇڏيندا آهن ۽ پوءِ هٿي گاهه گند سان گڏ ٻهارجي ويندا آهن.

**نوٽڙ**: ڪچيءَ جو هڪ قسم، جنهن جو (ڏوڪو ٻوٽو وٽ ٺُلهو ۽ پچڙيءَ ۾ سنهو ٿئي، گوشا ڇڊا، چڙيون ۽ سُوئا مضبوط ٿين ۽ ڪارڪن ۾ ريشو ٿئي).

**نوري**: سنڌ ۾ رهندڙ شڪارين جي هڪ ذات. جيڪي شڪار خاطر جهر جهنگ رلندا وتندا آهن. هي حرام جانورن جو به شڪار ڪري گذر سفر ڪن ٿا. نوري ذات جا ماڻهو ٿر ۾ اڪثريت ۾ آهن ۽ باقي سنڌ جي حصن ۾ ٿورا ملن ٿا.

ملاحن ۽ مهاڻن جي هڪڙي اوڙڪ جو نالو پڻ "نوري" آهي. هي ساموندي وٽ سان لاڙ ۾ رهن ٿا.

**نوري**[2]: ميڻهن ياڳئون جو ڦر مري وڃي ۽ اها نه مڙي ته پاڳيا ان مئل ڦر جي کل ٻُهه يا پلال جو جي ڪٽي سان پري سبي ڦر جي شڪل جو بوتو ناهي ميڻهن يا ڳئون جي اڳيان رکندا آهن ته ميڻهن يا ڳئون کير ڏيندي آهي. لاڙ ۽ ٿر طرف ان کي "نوري" چوندا آهن. جڏهن ته اتر سنڌ ۾ ان کي "موئرو" به چون. نوري هڪ شڪاري قبيلي جو نالو پڻ آهي.

**نوڙڪي**: ضلعي حيدرآباد، تعلقي ٽنڊي محمد خان ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ هينيان ڳوٺ آباد آهن: 'مير محمد حاجاڻو'، 'سونو پٽي'، 'حاجي دائم ورڻ'، 'دريا خان ورڻ'، 'رسول بخش چيڙ'، 'نبي بخش ورڻ'، 'حاجي رمضان ورڻ'، 'حاجي سومر پٽي' ۽ 'بنگل خان زبيندپور'.

**نوڙڪي**: جاتي ۽ ٽنڊي باگي تعلقن ۾ ديهن جو نالو.

**نوڙڪي جاگير**: تعلقي ٽنڊي محمد خان ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**نوڙهه**: هي ديهه ٽپي ڪونڪر تعلقي ڪراچي، يونين ڪائونسل درساڻي چني گڏاپ ٽائون ۾ آهي. واريءَ جا دڙا هٽڻ ڪري هن کي "نوڙهه" چيو ويو ۽ نوڙهه مٽيي جي دڙن کي به چئبو آهي. هن جو اصل نالو "نوڙهه" آهي. هن کي "نوڙهه پٽ" معنيٰ نوڙهو/لسو پٽ چئبو آهي. سچل رينجرز هيڊڪوارٽر، بقائي ميڊيڪل يونيورسٽي، پولٽرانيٽ نمبر هڪ، زنيا ڳوٺ جو گهٽو پاگو، شيدو ذڪريا ڳوٺ ٽول پلازه ڪراچي ۽ ٽول پلازا ڪانپوءِ مولوين جو اجتماع گاهه (صحراءِ مدينه) پٺاڻن جي آبادي، اسلامي يونيورسٽي، شيعن جو جديد قبرستان "باغ حسين" فوجي فائرنگ رينج، عورتن وارو مدرسو، بقائي ڪيڊٽ ڪاليج سڀ انهيءَ ديهه ۾ آهن.

**نوڙهه/ ٽڪڻ**: جيتوٽيڪ عامل طبقي جا ساماڻل لوهاڻا پنهنجو مٿو ڪوڙائڻ ضابطي کان معاف يا آجو ڪوئين ٿا، پر اهي پنهنجي مرد ٻارن جا مٿا مناسب عقيدت سان، تيرهن ورهين جي ڄمار ٿيڻ تي ڪوڙائين ٿا، هنن کي 'منڻ' سڏيو وڃي ٿو ۽ وري ٽن ورهين تي نوڙهه ڪرائيندڙ ٻار کي پڻ 'منڻ' چيو وڃي ٿو. ماءُ طرفان ڪنهن وچن يا ساک جي پوئواري لاءِ اهو عمل ڪنهن به ڄمار ۾ ٻيهر ورجائي سگهجي ٿو اها رسم عام طور مائٽن جي پوڄا واري جاءِ تي ڪئي وڃي ٿي، پر جيڪي ماڻهو 'درياپنٿي' نه آهن، سي به اڏيري لال ۾ يا وري سنڌو درياهه جي ڪنڌيءَ تي اها رسم نبائين ٿا. ڪڏهن ڪڏهن اهو عمل 'دسڙي جي تهوار' تي ڪنڌيءَ جي وڻ هيٺ ڪيو وڃي ٿو پر انهيءَ جي معنيٰ منجهيل آهي. آيل مهمان ڪجهه گهور جيڪا حجم کي ڏيندا آهن. جهنڊ لهرائڻ کان پوءِ ٻار کي اشنان ڪرائي، نئين پوشاڪ پارائي وڃي ٿي، انهن رسمن جي پورائيءَ ۾ پاڳو وٺندڙ برهمڻ کي ڪجهه "دان يا اجورو" ڏنو وڃي ٿو.

**نوڙها**: هڪ ذات جو نالو. ٽالپرن جي هڪ اوڙڪ سنڌ ۾ (خاص ڪري حيدرآباد ضلعي ۾) رهندڙ آهن. هنن جا وڏا اصل ۾ گنجا هوندا هئا جن جي مٿي تي وار جو ڪو نشان ئي نه هوندو هو. انهي ڪري ڪين نوڙها

سڏبو آهي. هنن جا ٻه ڳوٺ، هڪڙو تعلقي مٽيارين جي ديهه ’نوڙها‘ ۾ آهي، جنهن ۾ ’شيرمحمد نوڙها‘، ’حمزو مجيداڻي‘، ’حاجي شريف خاصخيلي‘ ۽ ’چوٽي نوڙها‘ ڳوٺ آباد آهن ۽ ٻيو ڳوٺ تعلقي حيدرآباد جي هڪ ديهه ۾ آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: ’حسين خان نوڙهو‘، ’ٽنگر وساڻ‘ ۽ ’اميد علي ٻوڙاڻا‘. تعلقي مٽياريءَ وارا نوڙها ”لتڻين وارا نوڙها“ سڏبا آهن.

”نوڙها“ اصل ۾ ٽالپرن جو هڪ ’پاڙو‘ آهي. هن نالي سان هڪ ڳوٺ ميهڙ ۽ ٻيٽي جتوئيءَ جي وچ تي موجود آهي. هن ڳوٺ ۾ نوڙها ۽ دايا ذات جا ماڻهو وڏيڪ تعداد ۾ رهندڙ آهن. هتي پرائمري اسڪول ۽ بجليءَ جي سهوليت موجود آهي.

هڪ ڳوٺ نوڙها (جتوئي) نوان جتوئي تعلقي موري ۾ موجود آهي، سماجي ورڪر، شاعر ۽ استاد محمد ادريس جتوئي به اتان جو رهائشي آهي. جتوئي قبيلي سان واسطو رکندڙ هڪ ذات به نوڙها سڏجن، جيڪي سرائڪي ڳالهائين ٿا، ان ڪري کين ”سرائي“ به چون ٿا.

ميهڙ تعلقي جي ڳوٺ نوڙها جا رهواسي نوڙها، جتوئين جو پاڙو سڏيندا آهن. اهڙي طرح تعلقي سيوهڻ جي ڳوٺ سرائي لعل بخش جتوئيءَ جا نوڙها ۽ گنجا به پاڻ کي جتوئي سڏائين ٿا. سن ضلعي ڄام شوري ۽ هالن ۾ به ڪيترا نوڙها ذات جا ماڻهو رهن ٿا، جيڪي ڪماڻ به سڏائين.

**نوڙهاڻي**: ضلعي لاڙڪاڻي جي تعلقي قنبر ۽ وارهه ۾ هڪ ذات جو نالو.

**نوڙهو، نواب خير محمد خان**: ٽالپرن جي دور جو نواب خير محمد خان نوڙهو، ڄام جٺندي جي اولاد مان هو. تاجپور جا نواب لغاري ۽ نواب نوڙها پاڻ ۾ مٽ مائٽ هئا. نواب خير محمد خان نوڙهي ۽ نواب ولي محمد خان لغاريءَ جون مائرون پاڻ ۾ سڳيون ڀينرون هيون ۽ ان کانسواءِ خير محمد خان نوڙهي جي پٽ نواب دوست علي خان نوڙهي جي گهر واري نواب ولي محمد خان لغاريءَ جي نياڻي هئي. تاجپور جي نواب لغارين سان گڏوگڏ نوڙها نواب به ٽالپرن جي اميرن ۾ شامل هئا. نواب خير محمد خان نوڙهو پڻ ٽالپرن جي مصاحبن مان هو. خير محمد خان



نوڙهي جي پائيٽي نواب محمد خان نوڙهي جي غداري سبب مير شير محمد خان دٻي جي جنگ هارائي ويو. نواب محمد خان نوڙهي جي نالي سان حيدرآباد شهر ۾ ٽنڊو نوڙهو مشهور آهي، ليڪن ان کي آباد ڪندڙ ميرزا خسرو ۽ مرزا قليچ بيگ آهن. نواب خير محمد خان نوڙهي ڄمڻ ۽ وفات واري سنن بابت تاريخ خاموش آهي.

**نوڙهي**: ڪڻڪ جو هڪ قسم، جنهن جو سنگ، ٻوجرن کان سواءِ ٿيندو آهي.

**نوڙهي**: تعلقي شاهه بندر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**نوڙهي**: تعقلي قمبر ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو.

**نوڙهي بجار**: هي ڳوٺ ضلعي لاڙڪاڻي، تعلقي قنبر جي ديهه ’ڏٻ مِلو‘ ۾ آباد آهي. هتي پرائمري اسڪول، گورنمينٽ مڊل اسڪول، سارين ڇڙهڻ جا ٻه ڪارخانا، برانچ پوسٽ آفيس ۽ رورل هيلٿ سينٽر موجود آهن. نوڙهي بجار انگريزن جي دؤر کان به آڳاٽو ڳوٺ آهي، جنهن جو بنياد نوڙهي مينهن جي دڙي تي ويهڻ سبب پيو. هن ڳوٺ ۾ هڪ دڙو هو، جنهن تي هڪ مينهن اچي وڻ جي ڇانوَ ۾ ويهندي هئي. بعد ۾ اوسي پاسي آبادي ٿيڻ لڳي.

هن ساڳئي نالي سان ٻه ڳوٺ مشهور ٿيا، جنهن مان هڪ وڏي نوڙهي ۽ ٻي ننڍي نوڙهي. ڪجهه وقت کان پوءِ وڏي نوڙهي، ڳوٺ نوڙهي بجر ۽ ننڍي نوڙهي، ڳوٺ نوڙهي سهراب جي نالن سان منسوب ڪيا ويا. ڳوٺ نوڙهي بجار، شروع واري دؤر کان وٺي عالمن جو ڳڙهه رهيو آهي، جيڪي مدرسن ۾ ديني تعليم ڏيندا هئا. هن ڳوٺ جي عالم ۽ مولوي گهراڻن ۾ مولوي ڪريم داد چانڊئي جي اولاد مان مولوي عبدالحئي چانڊيو ۽ مولوي عبدالهادي چانڊيو (قمبر وارا) مشهور آهن، جيڪي عالم فاضل ۽ اديب سان گڏ عربي ۽ فارسيءَ جا ماهر آهن. نوجوان دانشور جامي چانڊيو به هنن مان آهي، ان کان سواءِ نوڙهي بجار جي عالمن ۾ مولوي محبت الله تنيو ۽ مولوي الهه بخش تنيو، مولوي عبدالحڪيم تنيو، ميان الهرکيو تنيو شامل آهن. ڊاڪٽر شمس الدين تنيو زرعي يونيورسٽي ٽنڊي ڄام جو رٽائرڊ پروفيسر به هتي جو رهاڪو آهي. هيءُ ڳوٺ تعلقي قنبر جي مرڪزي شهرن ۾ شمار ٿئي ٿو، جنهنڪري ٻين ننڍن وڏن ڳوٺن ۽ شهرن سان ڳنڍيل آهي.

**نوڙهي بجار ۽ نوڙهي سهراب** (ڳوٺ): هي ٻئي ڳوٺ قنبر جي اولهه ۾ 12 کان 10 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي قنبر ڳڙهي ڪرٽيي روڊ جي ڏکڻ ۾ واقع آهن. ٻئي ڳوٺ ديهه ڏٻ مٺي، يونين ڪائونسل ٻوهڙ ۽ سرڪل قنبر سان واسطو رکن ٿا. نوڙهي بجار قنبر کان 12 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي ۽ نوڙهي سهراب 10 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي واقع آهي. نوڙهي سهراب جي اوڀر ۾ هتي، اتر ۾ ڍرگهه سومر چانڊيو، اولهه ۾ مٽيان ٻوهڙ ۽ وڪا ڳوٺ آباد آهن. نوڙهي بجار جنڪشن آهي. هتان چئن طرفن کان ٻه روڊ نڪرن ٿا. هڪ اوڀر کان اولهه طرف يعني قنبر کان ڳڙهي ڪرٽيي تائين ۽ ٻيو اتر کان ڏکڻ طرف يعني نور محمد شيخ ڳوٺ کان تعلقي وارهه جي شهر لولا رائنڪ تائين. هن جنڪشن وٽان لولا رائنڪ 10 ڪلوميٽر ڏکڻ طرف ۽ چئن ڪلوميٽرن تي اتر طرف نور محمد شيخ آباد آهن ۽ اولهه ۾ ڳڙهي ڪرٽيو 9 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي واقع آهي. نوڙهي بجار جي اتر ۾ گيلو ڪوسو، ڏکڻ ۾ هيٺيان ٻوهڙ، اولهه ۾ ڪنور ڳوٺ واقع آهن. هنن ڳوٺن جي بنياد تنيا برادري جا ٻه ڀائر بجار خان ۽ سهراب خان هتي 60-1750ع ڌاري آباد ٿيا هئا. اصل نواب شاهه جا رهاڪو هئا. بجار خان ۽ سهراب خان مالوَند ماڻهو هئا. کين مينهون ۽ ڳئون جهجهيون هونديون هيون. مينهن ۾ ڄائي ڄم کان هڪ نوڙهي بختاور مينهن به هئي، جنهن جي نسبت سان هي ٻئي ڀائر هن جوءِ ۽ تر ۾ مشهور ٿيا. 1750ع ڌاري پهريان نوڙهي بجار ڳوٺ آباد ٿيو. هڪ ڏهاڪي گذرڻ بعد سهراب خان پنهنجي ڀاءُ کان ڪاوڙجي نوڙهي بجار جي اوڀر ۾ ٻن ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي هڪ دڙي تي آباد ٿيو، جتي پهريان هندو ۽ سيد ويٺل هئا. 1740ع ڌاري انهن جي لڏي وڃڻ کان پوءِ نوڙهي بختاور مينهن ان دڙي تي اڪثر ٻين مينهن سان گڏ ويهندي هئي، جنهنڪري سهراب خان کي اها جاءِ وڌيڪ موزون ۽ بهتر لڳي ۽ اتي آباد ٿيو. نوڙهي بجار ۾ تنيا ۽ سومرا آباد آهن. نوڙهي سهراب ۾ تنيا، چنا، ڪلهوڙا، چانڊيا، ميمڻ، پٺاڻ ۽ وڪا آباد آهن. ماضيءَ ۾ نوڙهي بجار ڳوٺ سٺن عالمِ دين جي پيدا ڪرڻ جي ڪاڻ پڻ رهيو آهي. علم جي انهيءَ ڪاڻ مان هن ڳوٺ جا جيڪي گوهر نڪتا، تن ۾ مولوي سعد الله تنيو (وفات: 1993ع)، مولوي محبت الله تنيو، مولوي عبدالڪريم تنيو (وفات: 1945ع) ۽ مولوي عبدالڪريم تنيو (وفات: 1966ع) قابلِ ذڪر آهن. اهي عالمَ سڳورا هتان

جي مدرسي مان مولانا ڪريم داد چانديي وٽان فارغ التحصيل ٿيا. هنن بزرگن مان مولانا صاحب 1925ع ۾ لعلو رائنڪ، تعلقي وارهه ۾ جيد عالم ٿي گذريو. مولانا صاحب 1925ع ۾ لعلو رائنڪ، تعلقي وارهه ۾ مدرسي جو بنياد رکيو. سندس لائق شاگردن ۾ گهڻو مشهور فقير هدايت الله تارڪ نجفي هو. نوڙهي بجار جو اهو مدرسو سڄيءَ سنڌ ۾ مشهور هو. هن مدرسي خلافت تحريڪ ۾ به ڀرپور ڪردار ادا ڪيو. اهو مدرسو مولانا ڪريمداد عرف قلندر چانديي 1897ع ڌاري کوليو. جيڪو پوءِ 1956ع ڌاري پرائمري اسڪول ۾ تبديل ٿي ويو. مولانا ڪريمداد چانديو اصل ڊرگهه سومر جو رهاڪو هو. انگريز دؤر ۾ نوڙهي بجار ۾ هندو به رهندا هئا. بخت مل، آسن، پاون، جيٺومل، وسند، ٽلو مشهور ۽ معروف ماڻهو هئا. ايسر داس مکي هين. هتي واڻين جو هڪ کوهه به هوندو هيو. هن وقت اهو ڦٽي ويو آهي. احسان فقير نالي هڪ بزرگ جي مزار آهي. جتي ڀرپاسي ڪان سڪائون اينديون آهن. 7 مسجدون آهن. نوڙهي سهراب ۾ "ڪنڊي سيد" نالي هڪ بزرگ جي درگاهه آهي.

**نوڙهي ٽُورَ** / *Ibis leucocephalaus* / Painted Stork: 102 سينٽي ميٽر (40 انچ) جسامت واري هن پکيءَ جا نر ماد هڪجهڙا ٿين ٿا ۽ هيءَ جنس محدود پيماني تي هجرت ڪندي آهي. هي پکي گهڻو ڪري ايشيا جي ميداني علائقن ۾ اڏامندو ڏٺو ويو آهي. هماليا پهاڙي سلسي واري پاسي به ٿوري تعداد ۾ رهي ٿو. اهڙي نموني سنڌو درياهه جي الهندي پاسي به سندس هجڻ جا نشان ملن ٿا. ان جي منڊي نوڙهي هئڻ سبب



نوڙهي ٽُور

ڳاڙهي نظر ايندي آهي. ان ٿي بي ڪنپ حالت سبب هي پکي ڪنپ پُسائڻ ڪان سواءِ ٿي پاڻيءَ ۾ منڊي وجهي سگهندو آهي. ڊگهي ڳاڙهي چهنب هيٺ وريل هوندي اٿس. پُٺي اچي ٿئيس ٿي ۽ پَراچين ڪارين لهردار جوڪڙين سبب پري ڪان پٽرا هوندا آهن. پَرن جو ٻاهريون پاسو گلابي ڪنين تي مشتمل اٿس. اجا به پوئتي هيٺ ڪارا ڪنپ اٿس. انڪري مجموعي رنگ اڇو ڪارو گلابي اٿس. ڊگهيون ٽنگون پاڻي جهاڳڻ ۾ مددگار اٿس. ڍنڍن ۽ گپرانن علائقن ۾ نظر ايندو آهي. اهو پکي تمام گپرانن پاسن مان به خوراڪ هٿ ڪري سگهندو آهي. ان وٽ هڪ خاص ٽيڪنڪ آهي ته اهو پنهنجي اڌ ڪليل چهنب گپرائي پاڻيءَ ۾ وجهي هيڏانهن هوڏانهن ڦيرائيندو آهي ۽ جيئن ئي ڪو شڪار لڳو جهپي وٺندو آهي. هي ٽُور پکي ڏينهن جي وقت ۽ گروهه ۾ شڪار ڪندو آهي. رات جو وڻن تي وڏن ولرن جي صورت ۾ ڪالونين ۾ نهيل آکيرن ۾ رهندو آهي. آکيرو وڻ جي وچ تي ڪاٺڙين جي وڏي ٿلهي جي شڪل ۾ هوندو آهي. هي آبي ماحول تي ٻڌل حصن ۾ رهي ٿو هن پکيءَ جي رهڻ جون جايون جبلن جا ڪنپ ۽ چشما وغيره به ٿي سگهن ٿا.

**نوڙهي چاڙهي:** نواب محمد خان نوڙهي، ٽالپرن جي دؤر ۾ ٻهرين ٽنڊو نوڙهو وسايو. پر ڪجهه سالن ڪان پوءِ هن پنهنجي مستقل رهائش لاءِ فقير جي پڙ واري چاڙهيءَ کي پسند ڪيو ۽ اتي ئي رهڻ لڳو. جنهن بعد ان چاڙهيءَ تي نوڙهي چاڙهي نالو پئجي ويو.

**نوڪر:** هي ڪيريگرن جو سنڌو درياهه مان سون حاصل ڪرڻ لاءِ اوزار آهي. هي ڪنوري وانگر جست جو ٺانوَ ٿئي ٿو. جنهن جو قطر ساڍا ست انچ هوندو آهي. ان جي وچ ۾ مٿان ڪاٺ جو هٿيو لڳل هوندو آهي. جنهن جي ڊيگهه 21 انچ ڪن ٿيندي آهي. هن ٺانوَ جي مدد سان، ڪيريگر درياهه مان پاڻي پري 'چجڪي' جيڪا هڪ قسم جي چاڻي ٿئي، تي لاهيندا ويندا آهن. چجڪيءَ جي مٿان مٽي رکيل هوندي آهي. درياهه جي پاڻي مان سون ذرا انهي چجڪي تي چنبڙيل مٽيءَ ۾ چاڻجي رهجي ويندا ۽ باقي نوڪر مان هاريل پاڻي ڳڙي هيٺ ڪرندو آهي. هن وقت سنڌو نديءَ مان سون ڪيندڙن جو وڏو انگ ايبٽ آباد، اٽڪ، صوابي ۽ ميانوالي ۾ رهي ٿو.

**نوڪر (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب کانچند جيٺومل رامناڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز واري هن ڪتاب ۾ 8 صفحا آهن ۽ قيمت 3 پئسا ڇاڻايل آهي (ان وقت هڪ رپئي ۾ 64 پئسا هوندا هئا). جيڪو ليڪ حسنہ پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان ڇپايو.

**نولهڙيون:** نڪر جون ننڍڙيون ونيون يا ڪنوريون. جيڪي ڏياريءَ جي رات ڪم اينديون آهن. يعني انهن ۾ تيل وجهي ڏيئڻ وانگر ٻارينداآهن. هندو خاص ڪري شادين جي سائن سوڻن ۾ اهي استعمال ڪندا آهن.

**نُونٽ:** جسم جو هڪ عضوو ڪَرائيءَ ۽ ڏؤنري جي وچ وارو سنڌ.

**نُونٽو:** اهو ماڻهو جنهن جي هڪ ٻانهن وڍيل يا هٿي ڪنهن سبب ڪري نه هجي. هڪڙيءَ ٻانهن سان ڪم ڪندڙ ماڻهو.

**نُونٽيو:** هي ننڍي ول آهي. جنهن جي پاڙ ڪيڏي وات ۾ پسائي، جابلو ماڻهو سرمي جي سرائي وانگر اکين ۾ گهمائيندا آهن. چون ٿا ته ان سان اکين جي روشني وڌي ٿي.

**نونگو:** پکيءَ جو چهنب سان هنيل ڏڪ.

- آگرجي ڏوڏي سان هنيل ڏڪ.

**نَهڪَڻ:** اها ڪاني، جيڪا نارجي ڏينگي کي اُبتي ڦرڻ کان روڪڻ لاءِ ڏني وڃي، ان کي "ويساهين" به چوندا آهن.

**نَهڪڻُ پُراڻ:** ضلعي نوشهري فيروز ۾ درياهه جو هڪ آڳاٽو وهڪرو، جيڪو پراڻي ديري وٽان ڏيند ٿاهي، وري موجوده جرئي واهڙ واري وهڪري جي صورت ۾ نهڪڻ ڪان ٿيندو، ڏاوڃن واري به درياهي ٿاهي، ڏيپارجن طرف وهي ويندو هو. اڳتي هلي نهڪڻ پراڻ ٿاهي درياهه پنهنجو وهڪرو بدلائي ڇڏيو. نهڪڻ پراڻي ديري واري وهنڊ درياهه جو تڙ رهيو آهي ۽ جرئي واهڙ واري درياهي وهڪري جو به تڙ رهيو آهي.

**نيبات:** ضلعي جامشوري جي تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آهن: 'نيبات'، 'قادر بخش جو دڪان'، 'ڳوٺ پنهور'، 'جبل ڪلوئي' ۽ 'ڪوئين جا گهر'.

**نيٽ:** ضلعي لاڙڪاڻي جي تعلقي وارهه ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ به ڳوٺ 'ابراهيم چانديو' ۽ 'نيٽ' آباد آهن.

**نيڙهي**: تعلقي خيرپور ۾ هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: 'موچي اُجڻ'، 'ڊِڪڻ'، 'دائود قلپوٽو' ۽ 'لولائي'.

انهن سيني ڳوٺن کي گڏي "نيڙهي" جي نالي سان سڏيندا آهن. انهن سيني ڳوٺن ۾ ڪجين جا باغ تمام گهڻي انداز ۾ آهن. جن باغن جي پيداوار ملڪي ضرورت کان تمام گهڻي ٿيندي آهي. انهيءَ ڪري اها ٻاهرين ملڪن ۾ موڪلي وڃي ٿي جيڪا ناڻي ڪمائڻ جو هڪ ذريعو آهي. هيءَ شهر خيرپور جي اتر اوڀر کان پنجن ميلن جي مفاصلي تي آهي، هتي خيرپور جو وڏي ۾ وڏو ديني مدرسو "دارالهديٰ" آهي، جيڪو سڄي پاڪستان ۾ مشهور آهي. هتي ڪجور جا ڪيترائي ڪارخانا آهن. جيڪي مختلف قسمن جي ڪجور پيڪ ڪري سنڌ، پاڪستان ۽ عرب ملڪن ۽ ڏيساور ڏانهن موڪليندا آهن. ڪجور مان مربو، حلوو، آچار ۽ ٻيون ڪيتريون شيون ٺهنديون آهن.

**نيڙهي جاگير**: ضلعي دادوءَ جي تعلقي جوهيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو آهي، جنهن ۾ "ننڍي نيڙهي" آباد آهي.

**نيڙهي رعيتي**: هيءَ ضلعي دادوءَ جي تعلقي سيوهڻ ۾ هڪ ديهه جو نالو آهي، جنهن ۾ 'جتن جو ڳوٺ' ۽ 'وڏي نيڙهيءَ' نالي سان ڳوٺ آباد آهن.

**نيڪرانو**: ضلعي سکر، تعلقي پني عاقل ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن: 'نيڪرانو'، 'مبارڪ مهر'، 'عثمان مهر'، 'ڪاري وار'. ڳوٺ نيڪرانو هن ڳوٺ ۾ بوائز مدل اسڪول، گرلس پرائمري اسڪول ۽ اسپتال موجود آهن.

**نيڪري**: ٺڪر جي ٿانون جو ڪم ڪندڙن (ڪنڀارن) کي، ڪرت جي ڪري، "نيڪري" ذات به سڏيو ويندو آهي. ٿماهي مهراڻ، نمبر 4، سال 1972ع، ص 128 موجب "نيڪري"، ميمڻن جو پاڙو به آهي.

**نيڪو**: ٻول جو ڪم، مقاطعو اُهو ڪم جيڪو ٻولي ڪٽجي. ان ۾ ڪم جي نوعيت، ڪم پوري ڪري ڏيڻ جو مُدو، اُجرت وغيره لکت ۾ ڄاڻايل هوندي آهي ۽ ٻيا خاص شرط شروط به لاڳو ڪيا ويندا آهن. لکت ۾ اهو به شرط ضروري هوندو آهي ته جي شرط مطابق ڪم مڪمل نه ٿيو ته ان لاءِ ضمانت واري رقم ضبط ڪئي ويندي.

**نيڪو**[2]: ڏُڪڙ يا پکواز جي تار ۾ گُتي جي پڪائي. پکواز ۾ ماترائن جو جوڙ، جنهن کي "نيڪو" چوندا آهن. هرهڪ تال ۾، جدا جدا ماترائن جا نيڪا ٿيندا آهن. ڪي 16 ماترائن جا ته ڪي 14 ماترائن جا، ڪي 6 ماترائن جا ته وري ڪي 12 ماترائن جا. مثال طور: 'تين تال' جي نيڪي ۾ 16 ماترائون ٿينديون آهن: ڌا- ڌن- ڌن - نا؛ ڌا- ڌن- ڌين- ڌين- نا؛ تا- تن- تن- نا؛ ڌا- ڌن — ڌن- نا.

**نيلهو**: ريل جي پٽي تي هلندڙ ننڍو گاڏو، جنهن کي مزدور ڌڪا ڏيئي هلائيندا آهن. هن نيلهي تي ريلوي لائين جي نگراني ڪندڙ آفيسر مزدورن جي ٻاريءَ کي پاڻ سان وٺي هلندو آهي ۽ نقص واري هنڌ تي مرمت ڪندو ويندو آهي.

**نيندا**: ضلعي شڪارپور جي تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ ساڳئي نالي سان هڪ ڳوٺ آباد آهي. هن ڳوٺ ۾ هتي مسجد ۽ اسڪول موجود آهي.

**نيندو**: ٺڪر جي ٿانو ۾ سوراخ، جنهن مان پاڻي وهي هلي، ان کي نيندو چوندا آهن.

**نينگا**: هي سنڌ جا ملاح/مهاڻا / ميربحر آهن. جيڪي گندرا به سڏجن ٿا. هن ذات وارا ماڻهو ٺٽي ۽ ڪينجهر ڍنڍ جي پر ۾ آباد آهن. سونڊا ڳوٺ جي ڀرسان نينگا ڳوٺ آهي، جنهن ۾ مغل بادشاهن جا ڪيترائي آثار موجود آهن.

**نينگيڙا**: سنڌ ۾ ملاحن/ مهاڻن جا ڪافي پاڙا موجود آهن. جن مان هڪ پاڙي جو نالو "نينگيڙا" آهي، جيڪي پاڻ کي ذات جا "نينگڙا" سڏائين ٿا.

**نيهو**: رازڪي ڪم جو هڪ اصطلاح. فرش ٺاهڻ يا ڇت کي سنوت ۾ پٽارڻ لاءِ رازو ڏور سان سنوت وٺڻ لاءِ ڇت يا پَٽ تي مٽي يا مصالحي سان اهڙيءَ طرح ڊگهريون ٺاهيندو جيئن ڏور جي سطح ڊگهرين جي مٿاڇري کي ڇُهي. رازو جيڪي ڊگهريون ٺاهيندو آهي، انهن کي "نيها" چوندا آهن. واحد ڊگهيءَ کي "نيهو" چئبو آهي.

# ث

**ثابت بن دحداح**: حضرت ثابت بن دحداح، حضور صلي الله عليہ وسلم جن جو اصحابي هو. سندس ڪنيت ابوالدحداح ۽ بلي قبيلي جي خاندان انيف مان هو. هجرت ڪانپوءِ اسلام قبول ڪيائين ۽ ڪيترين ئي غزوات (اهي جنگيون، جن ۾ پاڻ سڳورا صلي الله عليہ وسلم عملي طور شريڪ ٿيا هجن) ۾ حصو ورتائين. غزوه احد ۾ جڏهن مسلمان لڙائي کان پاسو ڪرڻ لڳا تڏهن ثابت بن دحداح انتهائي ثابت قدمي ۽ عزم ۽ استقلال جو ثبوت ڏنو. مڪي جي چند ڪافرن سندس اها شجاعت ڏسي مٿس حملو ڪري ڏنو ته جيئن مسلمانن جي همت افزائي ڪرڻ وارو ڪو به شخص باقي نه رهي ۽ انهيءَ حملي ۾ ثابت کي خالد بن وليد نيزو هڻي زخمي ڪري ڇڏيو. انهيءَ زخم کان علاج ذريعي عارضي طور تندرستي ملي، پر غزوه حديبيہ کان پوءِ اهو ساڳيو زخم ٻيهر اڀريو ۽ سندس شهادت انهيءَ زخم جي تڪليف سبب ٿي.

**ثابت بن ضحاڪ**: حضرت ثابت بن ضحاڪ رضي الله ؑ، حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم جو اصحابي هو. سندس ڪنيت ابو زيد ۽ اشهل قبيلي مان هو. هي بعثت نبويءَ جي ٽئين سال پيدا ٿيو. غزوه حمراء ۽ خندق ۾ حصو ورتائين. هن وٽان چوڏهن حديثن جي روايت آهي. پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وسلم جي رحلت ڪانپوءِ ثابت بن ضحاڪ شام هليو ويو ۽ شام مان وري بصري ڏانهن هجرت ڪيائين ۽ اتي ئي مستقل رهائش اختيار ڪيائين. پاڻ عبدالله بن زبير جي دور حڪومت ۾ وفات ڪيائين.

**ثابت بن قيس**: حضرت ثابت بن قيس پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وسلم جو اصحابي هو، سندس ڪنيت ابو محمد ۽ لقب ”خطيب رسول الله صلي الله عليہ وسلم هو ۽ خزرج قبيلي مان هو. گهڻن ئي غزوات ۾ پاڻ سڳورن سان گڏ هو. 9 هه/630ع ۾ بنو تميم جي وفد اڳيان هن پاڻ سڳورن جي حڪم سان جيڪو جوابي خطبو پڙهيو، اهو ٻڌي بنو تميم وارا دنگ رهجي ويا. 11هه/632ع ۾ جڏهن طليحہ تي لشڪر ڪشي ڪئي وئي، تڏهن انصار حضرت ثابت بن قيس جي قيادت ۾ هئا. جڏهن هڪ آيت نازل ٿي، جنهن ۾ مسلمانن کي پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي اڳيان تيز ڳالهائڻ کان تمام سخت منع ڪئي وئي، تڏهن حضرت قيس تمام گهڻو فڪر مند ٿي سر جهڪائي، پنهنجي گهر ۾ ويهي رهيو ۽ جڏهن اصحابن هن کان سبب پڇيو ته هن روئي چيو ته پاڻ سڳورن اڳيان جنگين ۾ آءٌ تمام تيز ڳالهائيندو هئس، انهيءَ ڪري ڏاڍو پريشان آهيان. جڏهن ان ڳالهہ جي خبر پاڻ سڳورن کي پئي ته پاڻ فرمايائون ته ”خدا جو قسم ثابت آءٌ توکي جنت جي بشارت ڏيان ٿو.“ حضرت ثابت بن قيس 12هه/633ع ۾ هڪ ڪافر سان مقابلي ۾ شهيد ٿي ويو.

**ثابت پوٽا**: ڏيرن جي هڪ پاڙي جو نالو جيڪي ثابت فقير جو اولاد آهن، هن پاڙي مان شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي والده هئي، روايت موجب هڪ دفعي ماڻهن شاهه صاحب کان پڇيو ته توهان جي والده غير سادات آهي؟ ته پاڻ ان جي جواب ۾ هيٺيون بيت چيائون ته:

”سڱ پسي سرهي مَ ٿئي، ڪانہ پڇي ٿي ذات“

**ثابت علي شاهه ثالث**: سيد ثابت علي شاهه ثالث سنڌي مرثيي جي باني سيد ثابت علي شاهه ڪربلائي جي اولاد مان هو. هن 1918ع تي



حيدرآباد ۾ ميرن جي قبن تي سيد مظفر علي شاهه جي گهر ۾ جنم ورتو. شاهه صاحب ابتدائي تعليم ٽريننگ ڪاليج فار مين، نوَ وديالہ اسڪول ۽ نولراءِ اڪيڊمي حيدرآباد مان حاصل ڪئي ۽ ميٽرڪ جو امتحان وري پنجاب مان 1935ع ۾ پاس ڪري جلد ئي پاڻ ملازمت اختيار ڪئي. پهرئين جيل ڊپارٽمينٽ ۽ بعد ۾ لوڪل بورڊ حيدرآباد ۾ سروس اختيار ڪيائين. جتان 1976ع ۾ رٽائرڊ ٿيو. سيد ثابت علي شاهه پنهنجي سڄي عمر مذهب ۽ سنڌ جي علم و ادب ۽ ثقافت کي اجاگر ڪرڻ ۾ گذاري. سندس تعليم و تربيت سندس ڏاڏي سيد امداد علي شاهه ثانيءَ جي زير سايہ ٿي. پاڻ انجمن اماميہ سنڌ جو جنرل سيڪريٽري ۽ صدر پڻ رهيو. شاهه صاحب جيئن ته سيد ثابت علي شاهه ڪربلائي جو پڙ پوٽو هو، سو پاڻ 1965ع ۾ پنهنجي ڏاڏي سيد ثابت علي شاهه ڪربلائي جي شخصيت ۽ شاعري اجاگر ڪرڻ لاءِ ڪجهہ ادب دوستن ساٿين سان گڏجي ”سيد ثابت علي شاهه ڪربلائي يادگار ڪميٽي“ جوڙي. اهو ان يادگار ڪميٽي جو پهريون صدر چونڊيو ويو. جنهن جي پليٽ فارم تان ڪيترائي مشاعرا، ادبي سيمينار ۽ مجالس عزا جا پروگرام منعقد ڪرايا ۽ سيد ثابت علي شاهه ڪربلائي جو ڪجهہ سنڌي ڪلام مرتب ڪري پڌرو ڪيو. شاهه صاحب ڪيترائي مضمون ۽ مقالا سنڌي ادب ۽ شاعريءَ تي لکيا جيڪي مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيندا رهيا. هن ڪجهہ ڪتاب بہ لکيا جن ۾ ”چوڏهہ معصومين“ ۽ ”سيد ثابت علي شاهه ڪربلائي ۽ سندس خاندان“ مشهور تصنيفون آهن. سيد ثابت علي شاهه ثالث ميرن جي قبن تي سيد امداد علي شاهه اول ولد سيد ثابت علي شاهه ڪربلائي جو 1249هه/1833ع ۾ قائم ڪيل امام بارگاهه ”باب الحوائج“ کي پڻ ڪرايو. شاهه صاحب 10 ڊسمبر 1994ع ۾ 77 سالن جي ڄمار ۾ وفات ڪئي.

**ثابت علي شاهه ڪربلائي**: سنڌ جو مشهور مرثيہ گو شاعر سيد ثابت علي شاهه پٽ سيد مدار علي شاهه سن 1153 هه (1740ع) ۾ سيوهڻ ۾ پيدا ٿيو. سيد ثابت علي شاهه جو وڏو ڏاڏو سيد نور محمد شاهه، مغل نواب اعظم سان گڏ سنڌ ۾ آيو ۽ ٺٽي ۾ اچي رهيو. سن 1128 هه/ 1715ع ۾ نواب اعظم جي معزول ٿيڻ کان پوءِ شاهه صاحب ٺٽي مان لڏي سيوهڻ ۾ سڪونت پذير ٿيو. سيد نور محمد شاهه جي فرزند سيد مدار علي شاهه کي ٽي فرزند هئا. سيد ثابت علي شاهه، سيد احسان علي شاهه ۽ سيد فضل علي شاهه. هي سادات حضرت امام موسيٰ ڪاظم عليہ السلام جي اولاد مان سڏيا وڃن ٿا.

سيد ثابت علي شاهه جو پهريون استاد آخوند عبدالرحمان هو، جنهن جي حرمين شريفين وڃڻ کان پوءِ ثابت علي شاهه مُلي چاڪر کان قرآن پاڪ جي تعليم ۽ آخوند الياس کان فارسيءَ جي تعليم حاصل ڪئي. شاهه صاحب

تفسير ۽ علم عروض کان واقف هو. شاعريءَ ۾ سندس پهريون استاد مخدوم نورالحق مشتاقي هو ۽ آخر ۾ ميان سرفراز خان عباسيءَ سان هم مڪتب ٿي غلام علي مداح جو شاگرد ٿيو. فقه ۽ تفسير ۾ سندس هم مڪتب قاضي مير لطف الله هو، جيڪو بعد ۾ مشهور عالم ٿيو.

شاهه صاحب، ميان سرفراز خان جو هم مڪتب هو. جڏهن پاڻ سنڌ جو حاڪم ٿيو، تڏهن ثابت علي شاهه ان جي دربار سان وابسته رهيو. سنڌ ۾ جڏهن ڪلهوڙن جي حڪومت ختم ٿي ۽ ٽالپرن جي حڪومت قائم ٿي ته شاهه صاحب ٽالپرن جي دربار سان وابسته ٿيو.


ثابت علي شاهه ڪربلائيءَ جو مقبرو

سيد ثابت علي شاهه، مير فتح علي خان (سن 1209هه/ 1794ع) جي دور ۾ ڪربلا معليٰ جي زيارت ڪئي ۽ سن 1219هه/ 1804ع ۾ مير غلام علي خان جي دور ۾ مشهد مقدس (ايران) جي زيارت کان مشرف ٿيو. مير غلام علي خان، سيد ثابت علي شاهه کي سنڌ جي سفير جي حيثيت ۾ شاهه ايران لاءِ هڪ قرآن مجيد ۽ سنڌ جي ثقافت سان لاڳاپيل ڪجهه ٻيو سامان تحفي طور ڏياري موڪليو. شاهه ايران، فتح علي شاهه قاچار حضرت علي عليه السلام جا قدم مبارڪ (جيڪي اڄ به حيدرآباد ۾ هر خاص و عام جي زيارت لاءِ موجود آهن)، حضرت امام رضا عليه السلام جو لکيل قرآن مجيد ۽ ٻيو سامان تحفي طور سنڌ جي حاڪم لاءِ موڪليو. مشهد ميوزم ۾ سنڌ جي ٽن بادشاهن مير فتح علي خان ٽالپر، مير نور محمد خان ٽالپر ۽ مير محمد نصير خان ٽالپر طرفان ٽي قرآن مجيد به موڪليا ويا هئا. جيڪي ٻين نسخن سان گڏ اڄ به اتي رکيل آهن.

ڪلهوڙن جي آخري دور ۽ ٽالپرن جي ابتدائي دور ۾ خاص طرح سنڌي شاعريءَ ۾ تبديلي آئي ۽ عروضي شاعريءَ جو چالامان وڌيو. ان ڏس ۾ سيد ثابت علي شاهه سنڌ جو پهريون شاعر آهي، جنهن سنڌيءَ ۾ باقاعدي مرثيي نگاريءَ جو بنياد وڌو. مرثيه گوئي ۾ سندس پهريون شاگرد مرزا مراد علي بيگ هو. جنهن موزون شاعريءَ ۾ سنڌي مرثيا، سلام ۽ قصيدا چيا.

سيد ثابت علي شاهه جو سمورو ڪلام فصاحت ۽ بلاغت جي خوبين سان لبريز آهي ۽ هن ادبي نقطهٔ نگاهه کان مرثين ۾ نيون جدتون ۽ نوان اسلوب پيدا ڪيا. در حقيقت سنڌيءَ ۾ رزميه شاعريءَ جي ابتدا ثابت علي شاهه کان ٿي. عربي ۽ فارسيءَ جي آميزش سان گڏ محاورا، تشبيهون ۽ خيال به پهرين هن سنڌي مرثيي ۾ روانيءَ سان ادا ڪيا ۽ سنڌي شاعريءَ جو رخ بدلائي ڇڏيو.

سيد ثابت علي شاهه جو ڪليات مرثين، مسدسن، مخمسن، قصيدن، سلامن، مثنوين، مناجاتن، نعتن ۽ منقبتن سان مالامال آهي. سندس سمورو ڪلام سنڌي، اردو ۽ فارسي زبانن ۾ آهي. سنڌ ۾ سڀ کان پهرين سيد ثابت علي شاهه جو سمورو ڪلام سندس مڪمل سوانح حيات سان گڏ سنڌ جي محقق ۽ اديب ميرزا عباس علي بيگ مرتب ڪيو، جيڪو 1984ع ۾ اسلامڪ اسٽڊي سينٽر ڪراچيءَ طرفان شايع ٿيو.

پروفيسر احمد شميم خان "مطالعه سنڌ ۾ اردو شاعري" ۾ ڄاڻايو آهي ته سيد ثابت علي شاهه، مير انيس ۽ ميرزا دبير جا مرثيا پڙهندو هو ۽ مرثيا پڙهندي ڪيس شاعريءَ جو شوق پيدا ٿيو ۽ مرثيا چوڻ لڳو هن مير انيس ۽ ميرزا دبير جي مرثين جا ترجما ڪيا، جيڪا اها تاريخي حوالي سان غلط ڳالهه آهي. ثابت علي شاهه جي ولادت سن 1153 هه/1740ع ۾ ۽ وفات سن 1225 هه/1810ع ۾ ٿي، جڏهن ته مير انيس جي ولادت 1220هه/1805ع ۽ وفات 1291 هه/1874ع ۾ ٿي هئي ۽ مرزا دبير جي ولادت 1218 هه/1803ع ۾ ۽ وفات 1292 هه/1875ع ۾ ٿي. ان مان پتو پوي ٿو ته مير انيس ثابت علي شاهه جي وفات وقت 5 سالن جو هو ۽ مرزا دبير اڃا ستن سالن جو مس هو ۽ اها ڳالهه واضح ٿئي ٿي ته سنڌ جي شاعر ثابت علي شاهه اردو مرثيي جي وڏن شاعرن کان اڳ مرثيا لکيا هئا. شاهه صاحب مرثين ۾ پنهنجو تخلص "ثابت" ۽ "زوار" ڪم آندو آهي.

سيد ثابت علي شاهه 27 جمادي الثاني سن 1225 هه/1810ع ۾ وفات ڪئي، ڪيس سيوهڻ ۾ دفن ڪيو ويو، جتي سندس عاليشان مزار اڄ به موجود آهي. سيد ثابت علي شاهه جو ڪلام 2008ع ۾ "رڻ گجيو راڙو ٿيو" عنوان سان ڇپيو آهي، جيڪو مرزا نجم الحسن جو ترتيب ڏنل آهي.

**ثابت علي شاهه ڪربلائيءَ جي مختصر سوانح حيات** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب مرزا عباس علي بيگ جو لکيل آهي. جنهن ۾ سنڌ جي پهرين مرثيه گو شاعر سيد ثابت علي شاهه جي زندگيءَ جو خاڪو پيش ڪيو ويو آهي. هن ۾ سيد ثابت علي شاهه جي شخصيت ۽ ڪلام تي تفصيلي روشني وڌي وئي آهي، ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب ۾ 55 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو رکيل آهي. جنهن جو پهريون ڇاپو، سيد احسان علي شاهه، پيرامائونٽ پريس حيدرآباد مان، سال 1970ع ۾ ڇپايو.

**ثابت فقير**: ثابت فقير ڏيرو، وڏي پائي جو درويش ڇيو وڃي ٿو. احترام مان ڪيس "ميان ثابت" ڪري سڏيو ويندو هو. سندس قبر "سُئي ڪندر" واري قبرستان ۾، ڏيرن فقيرن جي خاص مقام پرسان هڪ اوچي ٽلهي تي آهي، جنهن تي ست قبرون آهن، جن مان اولهه طرف کان پهرين قبر ثابت فقير جي آهي ۽ سِرَ تي پڻ نالو "ميان ثابت" لکيل آهي. ثابت فقير وڏو درويش ۽ شاعر ٿي گذريو آهي، سندس هڪ بيت آهي:

سوالي سچيءَ سڪ مان، جي ثابت ڪي سارين،
تن نڪا تنگي توڻ جي، نڪي اُڌارين.

ثابت فقير جي نالي پويان سندس اولاد کي "ثابت پوٽا" سڏجي ٿو.

**ٿافسيا**: هي يوناني حڪمت جو هڪ وکر آهي، جيڪو اڇي رنگ جو ڪئؤر ٿيندو آهي، ڪي حڪيم هن کي "ڪني ڪوهي جو ڪئؤر" چوندا آهن. ڪي هن کي ڪنهن وڻ جو ڪئؤر چوندا آهن. اصل ۾ ٿافسيا هڪ ٻوٽي آهي، جنهن مان هي ڪئؤر نڪري ٿو. هن ٻوٽيءَ جا پن وڏفن جهڙا ٿيندا آهن. اڇن گلن ۽ ننڍين پنن جي هي ٻوٽي سواد ۾ ڪوڙي ۽ تيز ٿيندي آهي. ان جي پاڙ ٽلهي هوندي آهي. هن ڪئؤر جو مزاج گرم ۽ خشڪ هوندو آهي.

**ثاقب منگي:** 'ثاقب' منگيءَ ڳوٺ مريد خان لاکير، تعلقي خيرپور ناٿن شاهه ۾ 2 نومبر 1902ع تي محمد رمضان منگيءَ جي گهر ۾ جنم ورتو. سنڌي فائنل، اديب عالم ۽ اديب فاضل پاس هو. ثاقب منگي، ادبي دنيا ۾ جمعي خان 'غريب' جي تربيت هيٺ شاعري شروع ڪئي. پاڻ تعليم کاتي ۾ استاد، سپروائيزر ۽ اسسٽنٽ ڊپٽي ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر به رهيو. سندس هڪ شعري مجموعو 'ادبي سوغات' 1956ع ۾ ڇپيو. 4 اپريل 1965ع تي وفات ڪيائين. سندس آخري آرامگاهه ڳوٺ مريد لاکير ۾ آهي.

**ثاقبہ رحيم الدين:** خاتون اديبہ، محقق، سماجي ڪارڪن. ثاقبہ رحيم الدين پهرين نومبر 1940ع تي ڍاڪا (بنگال) ۾ پيدا ٿي. جتي سندس والد ڊاڪٽر محمود حسين ڍاڪا يونيورسٽيءَ ۾ تاريخ جو ريڊر هو ۽ پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ هو پاڪستان ۾ رهائش پذير ٿيا. سندس والد پروفيسر محمود حسين آگسٽ 1971ع کان اپريل 1975ع تائين ڪراچي يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر رهيو. بعد ۾ دفاع، پرڏيهي معاملن، رياستي ۽ قبائلي معاملن جو وزير



مملڪت ۽ پوءِ وزير تعليم پڻ رهيو. سندس ڌيءَ ثاقبہ جو اصل نالو ثاقبہ خانم آهي. ڪراچي يونيورسٽيءَ مان ايم. اي (اردو) ۾ اعليٰ پوزيشن حاصل ڪيائين، ۽ فرسٽ ايڊ جو ڪورس بہ ڪيائين. 28 ڊسمبر 1958ع تي هن جي شادي جنرل رحيم الدين سان ٿي. 1975ع ۾ هن عوامي فلاح ۽ بهبود جي سرگرمين ۾ حصو وٺڻ شروع ڪيو. بالغن جي تعليم، ٻارڙن جي صحت جي حفاظت، گهريلو دستڪارين ۽ عورتن جي پيشہ ورانہ تربيتي مرڪزن ۽ ادارن ۾ ڪم ڪيائين. سندس مڙس جڏهن بلوچستان جو گورنر هو تہ هن ان دوران بلوچستان ۾ بہ ڪيترن ادارن جو بنياد رکيو ۽ انهن ۾ ڪم ڪيو. هوءَ پاڪستان چلڊرين اڪيڊميءَ جي باني ۽ تاحيات صدر، گونگن ۽ ٻوڙن جي ويلفيئر سوسائٽيءَ جي صدر، "قلم قبيلہ" نالي ادبي انجمن جي باني صدر رهي آهي. اردو ادب ۾ پي. ايڇ. ڊي بہ آهي. هن ٻارڙن لاءِ ڪيترائي ڪتاب تصنيف ڪيا آهن. جن مان "چاند تارا" (اردو) مقبول آهي. سندس فڪري ۽ تاثراتي مضمونن جو هڪ مجموعو "محفل تنهائي" بہ شايع ٿيل آهي. پاڪستان چلڊرين اڪيڊميءَ طرفان سندس ڪتاب "مين پاڪستاني هون" بہ جلد ڇپيل آهي. ان کان سواءِ سندس "قلم قبيلہ" جي عنوان سان ادبي مقالن جا بہ مجموعا ڇپيل آهن. هوءَ جيتوڻيڪ اردو جي ليکڪا آهي، پر سنڌي، بلوچي، براهوي، پشتو ۽ انگريزي زبانن تي بہ عبور حاصل اٿس.

**ثاليس:** فونيشيا جو باشندو ۽ يوناني فلسفي ۽ سائنسدان ثاليس 640 ق. م ڌاري ڄائو. هن مصر جي استادن کان سائنس، فلسفي ۽ رياضيءَ جي تعليم ورتي. ثاليس سج گرهڻ ۽ چنڊ گرهڻ بابت عجيب نظريو پيش ڪيو ۽ هن سڀ کان پهرين شمسي سال کي 365 ڏينهن جو شمسي سال ڪيو. جيڪو هن جو سڀ کان اهم ڪارنامو آهي. هن جاميٽري جا مسئلا پڻ دريافت ڪيا. سندس نظريي مطابق دنيا جي هر شيءِ پاڻي مان ٺهيل آهي. سندس هن نظريي کي ٻين سائنسدانن رد ڪري ڇڏيو.

**ثاني اثنين:** جڏهن نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم مڪي کان مديني هجرت فرمائي تہ ساڻن حضرت ابوبڪر صديق ؓ گڏ هو. قرآن مجيد ۾ هي واقعو ثاني اثنين جي ضمن ۾ سورت توبہ ۾ بيان ڪيو ويو آهي. جنهن ۾ ٻڌايل آهي تہ، "اگر توهين هن جي مدد نتا ڪريو تہ الله کي پرواهہ نہ آهي. ڇو تہ الله رسول صلي الله عليہ وسلم جي ان وقت مدد ڪئي. جڏهن هن (حضور صلي الله عليہ وسلم) کي ڪافرن ڪڍي ڇڏيو هو ۽ هُو ٻن مان هڪڙو هو. جڏهن هي ٻئي غار ۾ هئا تہ هن (حضور صلي الله عليہ وسلم) پنهنجي ساٿيءَ کي چيو تہ فڪر نہ ڪر ڇو تہ الله اسان سان گڏ آهي."

**ثانيہ مرزا:** ٽينس جي عالمي شهرت رکندڙ رانديگياڻي، ثانيا مرزا 15 نومبر 1986ع تي ممبئيءَ ۾ عمران مرزا جي گهر جنم ورتو سندس ماءُ نسيما ۽ والد ڪيس ننڍپڻ ۾ ئي حيدرآباد دکن جي هڪ مذهبي گهر ۾ رهايو، پر هن ڇهن سالن جي عمر ۾ ٽينس کيڏڻ شروع ڪئي، ڪيس ٽينس سيکارڻ ۾ ۽ ڪوچنگ ڪرڻ ۾ سندس پيءُ عمران مرزا جو وڏو هٿ هو ۽ سندس پيا گهرياتي بہ سندس همت افزائي ڪندا هئا. هن شروعاتي تعليم ناصر اسڪول حيدرآباد (دکن) مان ورتي ۽ سينٽ ميريز ڪاليج مان گريجوئيشن ڪئي. آهستي آهستي هن ٽينس ۾ مهارت حاصل ڪري ورتي.



ثانيا مرزا 2003ع ۾ فيلڊ ڪپ ٽينس ٽيم ۾ شموليت ڪئي ۽ ٽي سنگلز مقابلا کٽي، ڀارت سميت ڪيترن ملڪن جي ماڻهن کي پنهنجو مداح بڻائي ورتائين. هن 2003ع ۾ روس جي رانديگياڻيءَ سان گڏجي ومبلڊن چيمپيئن شپ جي ڊبل مقابلن وارو ٽائٽل کٽي ورتو.

ثانيا مرزا ڀارت طرفان ٽينس کيڏندڙ پهرين رانديگياڻي آهي، جيڪا سنگلز جي مقابلن ۾ 27 ۽ ڊبلز جي مقابلن ۾ 18 جي شرح رکندڙ آهي. هن 2005ع ۾ آمريڪا ۾ ٿيل 'گرانڊ سلم ٽورناميٽ' ۾ حصو ورتو، هن ٽورناميٽ ۾ هوءَ ڀارت طرفان حصو وٺندڙ پهرين ٽينس رانديگياڻي هئي ۽ ان ٽورناميٽ جي چوٿين رائونڊ تائين بہ پهتي. ساڳئي سال يو. ايس اوپن چيمپيئن شپ جي چوٿين رائونڊ تائين کٽي آئي. 2007ع ۾ فرينچ اوپن جي ٻئي رائونڊ ۾ بہ پهتي. ڊبلز جي مقابلن ۾ هوءَ 2006ع ۾ فرينچ اوپن چيمپيئن شپ جي ٽئين رائونڊ تائين ڪامياب ٿي، 2007ع ۾ آسٽريلين اوپن چيمپيئن شپ جي ٽئين رائونڊ تائين پهتي. جڏهن تہ 2007ع ۾ يو. ايس ۽ 2008ع ۾ ومبلڊن چيمپيئن شپ جي ڪوارٽر فائنل تائين پهتي.

هن 2006ع ۾ مڪس ڊبلز جو مقابلو کٽي 'دوها اوارڊ/ سونو بلو' حاصل ڪيو. جڏهن تہ سنگلز جي مقابلن ۾ بہ عدد چانديءَ جا ٻلا بہ حاصل ڪيا. هن وقت هن جي رينڪنگ 58 تي آهي.

ثانيا مرزا جي اعليٰ صلاحيتن کي ڏسندي 2006ع ۾ ڀارت سرڪار ڪيس 'پدما شري' اوارڊ سان نوازيو، جيڪو ڀارت جو چوٿون وڏو سرڪاري اعزاز آهي. هوءَ اڄ تائين ڀارت توڙي ٻين ملڪن جهڙوڪ: فلپائين، نائيجيريا، برطانيا وغيره ۾ منعقد ٿيندڙ بين الاقوامي ٽينس ٽورنامينٽن ۾ حصو وٺي چڪي آهي.

2009ع ۾ هن مهيش ڀوپاتيءَ سان گڏجي آسٽريلين اوپن ٽينس مقابلن جي ٽورناميٽ 'مڪس ڊبلز ايوينٽ 2009ع' کٽي، ڀارت جي پهرين

عورت رانديگرياڻيءَ جي هيڊي وڏي ٽورنامينٽ کٽڻ جو اعزاز پنهنجي نالي ڪيو.

هن کي ايم. جي. آر. ايجوڪيشن اينڊ ريسرچ انسٽيٽيوٽ يونيورسٽي چنائيءَ طرفان 2008ع ۾ ”ڊاڪٽر آف ليٽرس“ جي اعزازي ڊگري ڏني وئي آهي. تازو ثانيا مرزا ۽ پاڪستان جي نامور ڪرڪيٽر شعيب ملڪ هڪ ٻئي کي پسند ڪندي شاديءَ جو اعلان ڪيو جنهن تي ٻنهي ملڪن جي ميڊيا ۾ وڏا تبصرا ٿيا. حيدرآباد دکن جي ٿي هڪ ٻي عورت عائشه صديقيءَ شعيب ملڪ سان 2005ع ۾ نڪاح جو انڪشاف ڪيو جنهن تي شعيب ملڪ واضح ڪيو ته هن انٽرنيٽ تي غلط فهميءَ جي بنياد تي نڪاح ڪيو هو، جنهن جي ڪا قانوني حيثيت نه آهي، مقامي عالمن به ان نڪاح کي جائز قرار نه ڏنو. نتيجي طور ميڊيا ۽ مقامي دٻاءَ تي شعيب ملڪ عائشه صديقيءَ کي اعلانيه طلاق ڏئي جان ڇڏائي. اهڙيءَ طرح پاڪستاني نامور ڪرڪيٽر شعيب ملڪ ۽ هندستاني ٽينس رانديگرياڻي ثانيا مرزا 12 اپريل 2010ع تي شاديءَ جي بندڻ ۾ ٻڌجي ويا. هن شاديءَ کي ٻنهي ملڪن ۾ ثقافتي ناتن جي بهتريءَ جو اهڃاڻ مڃيو وڃي ٿو.

**ثريا**: تارن جو ميڙ جنهن ۾ ڇه تارا وڌيڪ روشن هوندا آهن. جن جي وچ ۾ ٻه تارا گڏ ۽ ويجها هوندا آهن. جيئن ڇُڳي ۾ انگور ٿيندا آهن. قديم زماني اهو خيال آهي ته ”ثُريا“ نکٽ جو اثر موسم تي تمام گهڻو ٿيندو آهي. هارين جو چوڻ آهي ته ڪتيءَ لڙڻ سان سيءُ پوندا آهن. هن نکٽ کي سنڌيءَ ۾ ڪير ڌارا ۽ ’ڪَتيون‘، اردوءَ ۾ ’ڪهڪشان‘ ۽ انگريزيءَ ۾ Milky way چوندا آهن.

**ثريا ”سوز“ ڏيپلائي**: ثريا سوز ڏيپلائي سنڌي ٻوليءَ جي نامياري خاتون ليکڪا ٿي گذري آهي. سندس اصلي نالو ثريا نسيم قاضي آهي. سندس جنم 25 نومبر 1945ع ۾ اهڙي گهر ۾ ٿيو جتي علم، ادب ۽ انقلاب جا موضوع عام هئا. سنڌ جي عظيم قلمڪار محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي هن نياڻيءَ ننڍپڻ کان ئي علم ۽ ادب سان چاهه رکيو. جيتوڻيڪ سندس وهانءُ ننڍپڻ ۾ يعني 1961ع ۾ ٿي ٿيو پر پوءِ به علم ۽ ادب سان سندس چاهه برقرار رهيو. سنڌي ادب ۾ ماسٽرس ڪرڻ کان پوءِ هن ”محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي ناول نگاري“ جي عنوان تي 1988ع ۾ ايم.فل ڪئي. ان کان پوءِ ”محمد عثمان ڏيپلائي بطور سماج سڌارڪ“ جو موضوع چونڊي، ان تي پي. ايڇ. ڊي ڪيائين. هوءَ سنڌ يونيورسٽيءَ جي ماڊل هاءِ سيڪنڊري اسڪول حيدرآباد ۾ ڪيترائي سال ليڪچرار رهي.



ثريا سوز لکڻ جي ابتدا، پنهنجي والد جي ادارت ۾ نڪرندڙ رسالي ”انسان“ کان ڪئي. ’چالاڪيءَ‘ جي عنوان سان هڪڙي ڪهاڻي لکيائين پوءِ هڪ نظم، ”محنت صبح و شام ڪنداسين“ به تحرير ڪيائين. 1958ع ۾ تيرنهن ورهين جي ڄمار ۾ بيگم زينت عبدالله چنا جي ادارت هيٺ نڪرندڙ رسالي ” مارئي“ ۾ سندس شاعري شايع ٿي. ان دور ۾ جيئن نه فارسيءَ جو اثر سنڌيءَ تي وڌيڪ هو ان ڪري ان نظم جو نمونو ڪجهه هن طرح هو:

”اي نسيم، ٻڌان ٿي آواز آشنا
دل جي ڌڙڪن ۾ آهي ڪير پوشيده؟“

ان وقت هن جو تخلص ’نسيم‘ هو 1966ع ۾ ”ثريا“ ٻارن لاءِ مزاحيه ادب به لکيو ۽ ”عبرت“ اخبار جي صفحي ” ٻارڙن جي ٻاريءَ“ طرفان پهريون انعام به کٽيو. ثريا بعد ۾ ”سوز“ تخلص اختيار ڪيو هن نه رڳو شاعري ڪئي، پر ڪهاڻيون ۽ ڪالم به تحرير ڪيا. هن 1973ع کان ”ملير ڊائجسٽ“ ۾ اخبار ”سنڌ ٽائيمس“ لاءِ ڪالم نگاري ڪئي.

هن چار ڀيرا ”زينت چنا“ ادبي انعام حاصل ڪيو نثر ۾ ڪهاڻين ۽ مضمونن کان سواءِ هڪ ناول ”ٽيڻ ننڊ اڏائي“ به لکيائين ، جيڪو روزاني ”سنڌ ٽائيمس“ ۾ قسطوار ڇپيو اخبارن ۾ سندس ڪالمن بعنوان ”سوچيان ٿي “ ڪافي مقبوليت حاصل ڪئي هئي.ثريا سوز ٻارن لاءِ ڪهاڻيون به لکيون، جن جو هڪ مجموعو ”چمڪندڙ چنڊ“اپريل 1985ع ۾ ’روشن تارا ساهت سرڪل‘ حيدرآباد پاران ڇپجي چڪو آهي. ثريا سوز ڏيپلائيءَ 14 سيپٽمبر 2004ع تي حيدرآباد ۾ وفات ڪئي.

**ثريا ملتانيڪر**: پاڪستان ۾ غزل ڳائيندڙ فنڪارن ۾ ثريا جو نالو نهايت احترام سان ورتو وڃي ٿو. 1960ع واري ڏهاڪي ۾ هن جي آواز جو عام توڙي خاص ۾ اڄ به وڏو چلتو آهي. جڏهن فلم ”بدنام“ رليز ٿي ته ان فلم جي ٻين گانن سان گڏوگڏ ’ٻڙي ٻي مروت هين يه حسن والي ڪهين دل لڳاني ڪي ڪوشش نه ڪرنا‘ سندس مقبول ترين گانو ثابت ٿيو. اردو غزل کان سواءِ سندس سرائيڪي ڪافي ڳائڻ جو انداز به عوامي ۽ ڪلاسيڪي آهي. هن غالب جو غزل ”بازيچهء اطفال هي دنيا ميري آگي“ ڳائي پاڻ کي تمام وڏي فنڪاره ثابت ڪيو. هن خواجه غلام فريد جو ذري گهٽ سڄو ڪلام ڳاتو آهي. هوءَ خواجه غلام فريد جي فقيرياڻي آهي. هن کي فن جي مڃتا طور ڪيترائي اوارڊ مليا آهن. جن مان: گولڊن اوارڊ (1959ع)، نگار اوارڊ (1964ع)، غلام فريد اوارڊ (80-1975ع)، جشن فريد اوارڊ (1982ع)، پرائيڊ آف پرفارمنس (1986ع)، شهباز اوارڊ (2000ع)، لائيف ٽائيم اچيومينٽ اوارڊ (2000ع)، غلام فريد اوارڊ (2002ع)، لائيف ٽائيم اچيومينٽ اوارڊ (ٻيو دفعو-2006ع) ۽ ستاره امتياز (2008ع) وغيره.



**ثعلبُ مصري**: هڪ قسم جو پسارڪو وکر. هيءَ هڪڙي مشهور وڻ جي پاڙ آهي. جنهن جا ٻه قسم آهن. هڪڙو پنجا ثعلب، ٻيو مصري ثعلب. مصري ثعلب طبي لحاظ کان طاقتور ۽ ڪارائتي شيءِ آهي. اهي پاڙون ڪوڏين جي قد جيڏيون سنهيون، سفيد رنگ جون ذائقي ۾ ڦڪيون ٿينديون آهن. جن مان ٻوءِ ايندي آهي ۽ ليسدار ٿينديون آهن.

**ثعلبيه**: ثعلبيه ان هنڌ جو نالو آهي جتي حضرت امام حسين عليه السلام 22 ذوالحج 60 هه/12 سيپٽمبر 681ع ۾ سفر دوران اچي چند ساعتون ترسيو هو ۽ اتي ئي کين حضرت مسلم ۽ حضرت هاني جي شهادت جي خبر پئي. ثعلبيه اهو هنڌ آهي جيڪو مڪي وڃڻ وارن جي رستي ۾ شقوق

واري هنڌ کان پوءِ اچي ٿو. هتي بني اسد قبيلي جي ثعلبہ نالي هڪ شخص پاڻي جو ذخيرو جمع ڪيو هو انهيءَ ڪري هن مقام کي ثعلبيہ چون ٿا. ثعلبيہ ۾ اچڻ بعد حضرت امام حسين عليہ السلام کي بني اسد قبيلي جي هڪ شخص بڪر بن شعبہ حضرت مسلم ۽ حضرت هاني جي شهادت جو سچو اکين ڏٺو احوال ٻڌايو. جنهن بعد امام حسين گهڻائي دفعا انا للّٰہ وانا اليہ راجعون جو ڪلمو پڙهيو ۽ چيائين تہ بيشڪ حق ۽ باطل جو معرڪو ٿيندو ۽ فتح حق جي ٿيندي.

**ثقافت**: لفظ 'ثقافت' جي وصف مختلف عالمن مختلف بيان ڪئي آهي. ثقافت لفظ جي لغوي معنيٰ "عقل وڏائڻ" آهي ۽ اصطلاحي معنيٰ "انسانن جي زندگي گذارڻ جو طريقو" آهي، جيئن تہ انسان جو تعلق اُنهيءَ زمين سان آهي، جتي هو رهي ٿو، تنهنڪري انهيءَ زمين جي ساخت، آبهوا، نهرون، آبادي، جانور، پکي، پکڻ، جيت جڻيا، وڻ ٽڻ، گاهہ ۽ ٻوٽا، گهر گهاٽ سندس زندگيءَ تي اثرانداز ٿين ٿا. انهيءَ ماحول مطابق ئي هو پنهنجي زندگيءَ کي آسانيءَ سان گذارڻ لاءِ پوشاڪ پائي ٿو. ڪاڏو ڪائي ٿو. عقيدا رکي ٿو. ڌنڌا پيشا اختيار ڪري ٿو. رسمون رواج جوڙي ٿو ۽ انهن کي بيان ڪرڻ لاءِ پنهنجي ٻوليءَ ۾ لفظن ۽ اصطلاحن جو اضافو ڪري ٿو. ثقافت جي موضوع هيٺ زندگيءَ جا سڀ شعبا اچن ٿا. جهڙوڪ:



مذهب، تهذيب، تمدن، پهرڻ، ٻولي، زراعت، ذهني ترقي، انسانيت جو ظهور، اختيار، آداب، اٿڻي ويهڻي ۽ ريتون رسمون وغيره. ان کان سواءِ انسان جو جياپو ۽ ان جا وسيلا، هلت چلت، هنر، رواج ۽ ڪاڏو پيتو بہ ثقافت جي دائري ۾ داخل آهن. مجموعي طرح "طرز معاشرت" کي ئي ثقافت جو نالو ڏنو وڃي ٿو. انگريزيءَ ۾ ثقافت لاءِ ڪلچر (Culture) لفظ استعمال ٿيندو آهي، جنهن اصطلاح جي مفهوم ۾، ذهني ترقي، آداب ۽ اخلاق، تهذيب ۽ تمدن جون خصوصيتون اچيو وڃن ٿيون. ثقافت، ماحول ۽ ضرورت هيٺ جنم وٺندي آهي. انهيءَ لحاظ کان ثقافت هر شخص جي ضرورت آهي ۽ هر شخص ثقافت ۾ پنهنجو پنهنجو ڪردار ادا ڪندو رهي ٿو. تهذيب، ثقافت جي هڪ شاخ آهي، جنهن ۾ تحرير جو استعمال، شهرن جو وجود، سياسي ردوبدل ۽ پيشہ وراڻيون خاصيتون شامل آهن. موجوده دور جي محققن ثقافت جي دائري ۾ مذهب، فلسفي، ڪاريگرين (Skills)، آرٽ (فنون لطيفہ) ۽ معاشرت کي بہ شامل ڪيو آهي، ۽ تهذيب ۾ خاص طور هر طرح جي ٽيڪنيڪي علمن کي بہ شامل ڪيو آهي. ثقافت جي ترقيءَ ۾ تهذيب اهم ڪردار ادا ڪري ٿي. ثقافت، تهذيب يافتہ بہ ٿي سگهي ٿي ۽ غيرتهذيب يافتہ بہ.

مختلف عالمن، ثقافت جون مختلف وصفون بيان ڪيون آهن. نامور سنڌي اسڪالر ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي راءِ موجب "جغرافيائي حالتن، انساني ارتقا جي تاريخ، زبان ۽ مذهب کان متاثر ٿي، انسانن پنهنجي زندگي گذارڻ لاءِ جيڪي طريقا اختيار ڪيا آهن، اهي سڀ ثقافت جي دائري ۾ اچن ٿا." لسانيات جي ماهر پروفيسر ڊاڪٽر غلام



علي الانا جو چوڻ آهي تہ "هڪ پاسي انسانن جي مادي زندگيءَ لاءِ ضروري شين جهڙوڪ اوزار، هٿيار، لباس ۽ رهائش کي تہ ٻئي پاسي غير مادي يعني روحاني زندگيءَ سان تعلق رکندڙ شين جهڙوڪ مذهب ۽ اخلاق، علم ۽ فن، زبان ۽ ادب، اصول ۽ قانون، معاشرتي رواج ۽ ريتن رسمن کي ثقافت چئبو آهي."

ڪنهن قوم جي ذهني، فڪري ۽ روحاني منظرنامي کي ثقافت چئبو آهي، جنهن ۾ مذهبي رسمون، تهذيبي قدر، تاريخي روايتون، معاشرتي رواج، مجلس جا آداب، توهم پرستي، روحاني عقيدا، غذائي عادتون، لباس، ٻولي، ادب، رهڻي ڪهڻي، عبادت جا طريقا، ڳائڻ وڄائڻ، ساز سرود، نچڻ ٽپڻ جا انداز، ٻارن جا رانديڪا، عورتن جا زيور، روزمره ۾ استعمال ٿيندڙ ٿانوَ سيبي ٽوپي جا نمونا، ذهني جسماني تفريح، ڪيل تماشا، عرس، ميلا، عيدون ۽ مذهبي ڏينهن شامل ٿين ٿا. جديد تحقيق موجب مذهب، تاريخ، جاگرافي، ٻوليءَ ۽ لباس کي ثقافت جي بنيادي عنصرن ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو.

**مذهب**: مذهب انسان جي ظاهري توڙي باطني احوال جو نقش آهي، جنهن جي اثر جو دائرو تمام وسيع آهي، مذهب انسان کي ڀلائي ۽ برائيءَ جو شعور، حلال ۽ حرام ۾ تميز ۽ اعليٰ اخلاقن جي تعليم ڏئي ٿو، جنهن سان معاشري جي ترقي ۽ ثقافت جي پرورش ٿئي ٿي.

**تاريخ**: قرآن شريف ۾ تاريخ کي "شعائر اللّٰہ" سان تعبير ڪري، ان کي علم جو سرچشمو قرار ڏنو ويو آهي. تاريخ جي لغوي معنيٰ "ڪنهن شيءِ جي وجود ۾ اچڻ جو صحيح وقت ٻڌائڻ" آهي. اصطلاح ۾ زماني جي واقعن، وقت جي تعين ۽ انساني احوال جي بيان کي تاريخ چئبو آهي. تاريخ کي انسان ذات جو اجتماعي حافظو چيو ويندو آهي. تاريخ جا بنيادي موضوع زمانو ۽ انسان آهن. ثقافت غير مذهبي ٿيندي آهي، جيئن 'سنڌي' ثقافت مسلمان ۽ هندو سنڌين جو گڏيل ورثو آهي. اهڙي طرح مذهب مان پيدا ٿيل

ڪن عنصرن تي مشتمل هوندي آهي. انسان کي جيئڻ پنهنجي انفرادي توڙي اجتماعي طور ماضيءَ ۽ ان جي ڳالهين سان دلچسپي هوندي آهي. تيئن اجتماعي ماضي ۽ ان جي تاريخ سان بہ دلي وابستگي هوندي آهي. تاريخ زنده ۽ فعال شيءِ آهي ۽ اها قومن جي ترقيءَ ۽ زوال ۾ اهم ڪردار ادا ڪري ٿي. ان ڪري قومون ماضيءَ کان بغير زنده نہ ٿيون رهي سگهن. هر قوم پنهنجي ماضيءَ مان سگهہ ۽ شعور حاصل ڪري پنهنجي شاندار تاريخي ورثي کي ترقي ڏيڻ چاهيندي آهي. تاريخ اسان کي زماني جي اثرن ۽ انسان ذات جي عملن جي ڄاڻ کان سواءِ ماضيءَ جو بنياد، حال جي خبر گيري ۽ مستقبل جو شعور عطا ڪري ٿي. اهوئي سبب آهي جو هر قوم پنهنجي تاريخي ورثي جي حفاظت ۽ ان جي تسلسل کي قائم رکڻ لاءِ ڪوششون ڪندي آهي.

**جاگرافي:** مقامي ثقافت جي تشڪيل ۾ جاگرافيائي حالتن جو ڪافي عمل دخل هوندو آهي. انسان جو لباس، غذائي عادتون، رهڻي ڪهڻي ۽ روزمره جي زندگي وغيره گهڻو ڪري جاگرافيائي ۽ موسمي تبديلين جو نتيجو آهن. جاگرافيءَ مان مراد زمين جو اهو ٽڪرو يا ديس هوندو آهي، جنهن سان انسان جو آبائي تعلق ٿئي ٿو. جتي جمي پلجي جوان ٿئي ٿو. اتي جي آبهوا، مخصوص فضا، خوراڪ، لباس، ۽ سماجي اثر ملي سندس شخصيت جي تشڪيل ڪن ٿا. انسان جتي پيدا ٿئي ٿو اتي جو قدرتي ماحول، سندس صحت ۽ شخصيت لاءِ انتهائي موافق ۽ مفيد هوندو آهي.

**ٻولي:** گروهہ گڏجي جتي هيون ثقافتي وٿون جوڙين ٿا، اتي هزارها سالن جي واهپي ڪانپوءِ ٻولي بہ انهي معاشري (جنهن ۾ گروهہ رهن ٿا) جو آئينو هجي ٿي. سندن ريتون، رسمون، مذهبي ويچار، عشق محبت جا داستان، ڏک سک جون وارتائون ۽ وارداتون ٻولي ۾ هجن ٿيون. ٻوليءَ بنا ثقافت جو تصور ڏنڌلو بيهي ٿو. ٻولي ئي آهي جنهنڪري ثقافت جا مادي (Physical) ۽ غير مادي پاسا نظر اچن ٿا.

**لباس:** روزمره جي زندگيءَ ۾ اسين ڪنهن شخص جو لباس ڏسي اهو اندازو لڳائي سگهون ٿا تہ هو ڪهڙيءَ ذات، قبيلي، قوم ۽ نسل جو ماڻهو آهي ۽ سماج ۾ ڪهڙي حيثيت جو مالڪ ۽ ڪٿي جو رهواسي آهي.

ثقافت جي انهن بنيادي عنصرن کان سواءِ شعر و ادب، فنون لطيفہ، سمعي، بصري وسيلن (فلم، ٿيٽر، آرٽ گئلريون وغيره)، اخبارون، رسالا، ريڊيون، موسيقي، ڪاڏا، ريڊيو، ٽيليويزن، سيٽلائيٽ چئنل، ڪمپيوٽر ٽيڪنالاجي وغيره ثقافتي حسن جي پکيڙ ۽ اشاعت ۾ اهم ڪردار ادا ڪن ٿا.

ثقافت، شخصيت ۽ سماج هڪ ٻئي جا اڻٽوٽ حصا آهن. اهي ٽيئي جزا هڪٻئي سان اهڙا تہ ڳنڍيل آهن، جو جدا نٿا ڪري سگهجن. مٿين ٽنهي جُزن کي فقط تجريدي صورت ۾ جدا ڪري، تجزئي خاطر اڀياس ڪري سگهجي ٿو. ثقافت جي اوسر ۽ واڌاري لاءِ ضروري هوندو آهي تہ مختلف قسمن جا ثقافتي ۽ صنعتي ميڙ، اجتماعي نمائشون ۽ ميلا منعقد ڪيا وڃن، ثقافتي ۽ صنعتي هنرن جي بهتر نموني پرگهور ڪري، انهن جي سرپرستي ڪرڻ گهرجن.

**ثقافت کاتو-پاڪستان:** ثقافت ۽ سياحت جي فروغ لاءِ شهيد ذوالفقار علي ڀُٽي پنهنجي ڀهرئين اقتدار دوران ثقافت جي وزارت قائم ڪئي هئي. ثقافت، قديم آثار ۽ راندين جا کاتا 1977ع تائين مرڪزي وزارتِ تعليم سان شامل هئا. اپريل 1977ع ۾ تعليم، قديم آثارن، راندين ۽ سياحت جي الڳ وزارت ٺاهي، تعليم واري کاتي کي الڳ ڪيو ويو ان نئين کاتي سيپٽمبر 1993ع ۾ ٻيهر جوڙ جڪ ڪري ان مان آرڪيالاجي کي الڳ ڪري، ثقافت، راندين ۽ سياحت جي الڳ وزارت جوڙي وئي. اپريل 1995ع ۾ انهي وزارت کي ٻيهر جوڙيو ويو جنهن تحت ثقافت کي الڳ وزارت جي حيثيت ڏني وئي، جڏهن تہ راندين ۽ سياحت جو کاتو الڳ ڪري، ان جي الڳ وزارت ٺاهي وئي. ثقافت واري کاتي ۾ هميشہ تبديليون پئي ٿينديون رهيون آهن. 2004ع ۾ وري انهي کاتي کي ٽن ڊويزنن ۾ ورهايو ويو: (1) ثقافت، راندين ۽ نوجوانن جا مسئلا، (2) سياحت ۽ (3) اقليت جا مسئلا. 2005ع ۾ وري ثقافت کاتي کي ٻن حصن ۾ ورهايو ويو:

(1) ثقافت ۽ راندين جي ڊويزن ۽ (2) نوجوانن جا مسئلا

**ثقافت کاتو-سنڌ:** پاڪستان ۾ ثقافت ۽ سياحت کي هٿي ڏيارڻ لاءِ سڀ کان پهرين شهيد ذوالفقار علي ڀٽي پنهنجي پهرئين دور حڪومت ۾ ثقافت جي وفاقي وزارت قائم ڪئي ۽ ملڪ جي وڏي ترقي پسند شاعر مفڪر مرحوم فيض احمد فيض کي هن کاتي جو سيڪريٽري مقرر ڪيو جنهن ان وقت پاڪستان جي ثقافت کي دنيا ۾ روشناس ڪرائڻ لاءِ وڏا قدم کنيا ۽ ان دوران انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ کي ثقافتي سرگرمين ۾ شامل ڪرڻ لاءِ پڻ ڪوشش ورتي وئي. اڳتي هلي 1976ع ۾ سنڌ جي تعليم کاتي ۾ "ڪلچرل سيل" قائم ڪيو ويو جنهن تحت مختلف ثقافتي پروگرام ۽ سيمينار منعقد ڪيا ويندا هئا.

ثقافت کاتي سنڌ کي انتظامي اختيار باقائدگي سان 1988ع ۾ مليا ۽ ثقافت جو الڳ کاتو ٺاهي عبدالحميد آخوند کي ان جو سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو، جڏهن تہ تعليم ۽ ثقافت جو وزير غوث علي شاهہ هو. آخوند صاحب سيڪريٽري جي حيثيت سان نهايت سرگرم رهيو ۽ ڪيترين ئي نين اسڪيمن تي ڪم شروع ڪيائين. هن ڀِٽ شاهہ ثقافتي مرڪز کي پڻ سرگرم ڪيو ۽ ترقياتي ڪمن سان گڏ اشاعتي سلسلي کي هٿي ڏنائين (وڌيڪ ڏسو: **ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز**).



سنڌ صوبائي ميوزيم جو ٻاهريون ڏيک

ان کان پوءِ آهستي آهستي ثقافت کاتي ۾ اشاعتي ڪم، فنڪارن ۽ اديبن جي پرگهور ۽ مجتا لاءِ بہ قدم کنيا ويا، جڏهن تہ هن وقت ثقافت کاتي سنڌ ۾ 12 لائبريريون، هڪ صوبائي ميوزيم (سنڌ ميوزيم حيدرآباد)، هڪ آرٽس ڪائونسل (ڪراچي ۾)، هڪ اسٽوڊيو (ممتاز مرزا اسٽوڊيو، ڪراچي) ۽ هڪ ڪلچرل سينٽر پڻ قائم ڪيو ويو آهي. جڏهن تہ هاڻوڪي وزير ثقافت محترمہ سسئي پليجو جي ڪوشش سان هر ضلعي

۾ ڪلچرل ڪامپليڪس جوڙڻ لاءِ عملي قدم کنيا پيا وڃن. وزارت جون سرگرميون هر انهيءَ ضلعي ۾ ٿينديون رهن ٿيون. جتي ثقافت کاتي جون لائبريريون موجود آهن. ان کانسواءِ ٻين انتظامن ۾ هي کاتو سنڌ جي نامور بزرگ صوفين ۽ شاعرن جهڙوڪ: شاهه عبداللطيف ڀٽائي، سچل سرمست، قلندر لال شهباز سميت ٻين درگاهن تي عرس جي موقعي تي شاندار انتظام ڪندو آهي. سرگرمين ۾ ادبي ڪانفرنسون، راڳ رنگ جون محفلون ۽ ميلن تي مختلف ثقافتي اسٽال لڳائڻ به شامل آهي، جڏهن ته تر ۾ ”مارئي جو ميلو“ منعقد ڪرايو ويندو آهي. تازو 15 جنوري 2010ع تي سنڌ حڪومت طرفان سياحت کي ثقافت کاتي کان الڳ ڪري، ڌار کاتو بڻايو ويو آهي.

ثقافت کاتي سنڌ پاران تحقيق، ڪلاسيڪي ۽ لوڪ ادب، شاعري، تاريخ ۽ ٻين ڪيترن ئي موضوعن تي بهترين ڪتاب پڻ شايع ڪرايا ويا آهن. جيڪو سلسلو جاري آهي. ثقافت کاتي سنڌ جي سيڪريٽرين ۾: ”عبدالحميد آخوند (11 آگسٽ 1987 کان 12 جنوري 1989ع تائين)، مهتاب اڪبر راشدي (31 جنوري 1989ع کان 25 آگسٽ 1991ع تائين)، عبدالحميد آخوند (25 آگسٽ 1991ع کان 8 ڊسمبر 2000ع تائين)، اسرار احمد شيخ (9 ڊسمبر 2000ع کان 11 فيبروري 2001ع تائين)، عاشق حسين ميمڻ (30 مئي 2001 ع کان 16 ڊسمبر 2002ع تائين)، عبدالحميد آخوند (17 ڊسمبر 2002ع کان 2 مئي 2003ع تائين)، گُل محمد عُمراڻي (14 مئي 2003ع کان 2 ڊسمبر 2003ع تائين)، غُلام عابد شيخ (7 جنوري 2004ع کان 6 آگسٽ 2004ع تائين)، سيد انور حيدر (22 سيپٽمبر 2004ع کان 20 فيبروري 2005ع تائين)، مهتاب اڪبر راشدي (21 مئي 2005 کان 11 سيپٽمبر 2006ع تائين)، عبدالقادر منگي (26 سيپٽمبر 2006 کان ٻهرين آڪٽوبر 2007تائين) ۽ شمس جعفراڻي 2 آڪٽوبر 2007ع کان سيڪريٽري ڪلچر جا فرائض انجام ڏئي رهيو آهي.



ثقافت کاتي سنڌ جي صوبائي وزير محترمه سسئي پليجو

هن وقت ثقافت کاتي جي صوبائي وزير محترمه سسئي پليجو آهي ۽ سيڪريٽري جا فرض شمس جعفراڻي نڀائي رهيو آهي. 2009ع ۾ محترمه سسئي پليجو جي ڪوشش سان وفاقي حڪومت کان سنڌ ۾ موجود 129 تاريخي ماڳ سنڌ ثقافت کاتي جي ذميوارين ۾ شامل ڪيا ويا آهن. ثقافت کاتو سنڌ جي اديبن، سگهڙن ۽ فنڪارن جي سهائتا لاءِ فنڊ قائم ڪري کين وظيفا به ڏئي ٿو. تنهن کانسواءِ گذاري ويل عالمن، اديبن ۽ فنڪارن جا ڏهاڙا ملهائي کين ڀيٽا ڏني وڃي ٿي. هن کاتي طرفان هر سال اديبن، عالمن، فنڪارن ۽ سگهڙن وغيره کي، شاهه لطيف ايڪسيلنس اوارڊ، جوش مليح آبادي ايوارڊ ۽ شيخ اياز ايوارڊ پڻ ڏنا ويندا آهن. ان کان سواءِ هر سال شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي عرس جي موقعي تي مختلف شعبن ۾ ڪارڪردگيءَ جي اعتراف ۾ ”لطيف اوارڊ“ به ڏنو وڃي ٿو. ثقافت کاتي سنڌ جي مرڪزي آفيس ڪراچيءَ جي سنڌ سيڪريٽريٽ



سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي عمارت

۾ آهي. جڏهن ته ثقافت کاتي جي زير انتظام ادارن مان سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد پڻ سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي ترقيءَ لاءِ مصروف عمل آهي.

**ثقافتي ورثو (ڪتاب)**: نالي واري محقق ۽ سنڌي ٻوليءَ جي ماهر پروفيسر ڊاڪٽر غلام علي الانا جو هيءُ ڪتاب، سندس پاڪستان جي خطي 'هزارا' جي چترال ۽ ٻين اترين علائقن جي تاريخ، ثقافت ۽ آثار قديمه جي موضوعن سان لاڳاپيل تحقيقي مواد تي مشتمل آهي. ڪتاب جو تفصيلي مهاڳ ليکڪ پاڻ لکيو آهي. هن ڪتاب ۾ ست باب آهن، جن ۾ پاڪستان جي اترين علائقن جي تاريخ، جاگرافي، معاشيات، سماجيات، آثار قديمه، لوڪ ادب، تهذيب ۽ تمدن تي تفصيل سان روشني وڌل آهي. پڪي جلد سان ڊيمي سائيز جو هي ڪتاب روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو 1999ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. 279 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 166 رپيا آهي.




**ثقفي**: ثقفي عرب جو قبيلو آهي. اسلام جي تبليغ ۽ مختلف ملڪن تي غلبي حاصل ڪرڻ لاءِ محمد بن قاسم کان اڳ، ان سان گڏ ۽ پوءِ ڪافي عرب مسلمان سنڌ ۾ ايندا رهيا، جن ۾ ”ثقفي“ به شامل هئا. جيڪي سنڌ ۾ مستقل طور آباد ٿي ويا ۽ پاڻ کي ثقفي سڏايو. موسيٰ بن يعقوب ثقفيءَ کي محمد بن قاسم پاڻ سان سنڌ ۾ آندو هو ۽ ان کي الور جو قاضي مقرر ڪيو هئائين. هن کي جيڪو اولاد ٿيو انهن به پاڻ کي ”ثقفي“ ۽ قاضي سڏايو موسيٰ بن يعقوب ثقفي، الور ۾ قاضيءَ جي مقرريءَ وقت هڪ ڪتاب ”منهاج المسالڪ“ لکيو هو. عمان جي ثقفي گورنر حجاج بن يوسف مغربي هندستان جي سامونڊي ڪنارن تي فتح جو سلسلو جاري ڪيو ۽ پنهنجي ڀائٽيي محمد بن قاسم کي لشڪر ڏيئي سنڌ موڪليو هو جنهن سنڌ ۽ ملتان تي قبضو ۽ حڪومت ڪئي.

**ثقفي، حجاج بن يوسف**: حجاج بن يوسف (41 هه/661ع-95هه/714ع) بنو اميه جو هڪ جابر گورنر هو ۽ محمد بن قاسم جي چاچي ۽ سهري طور پڻ مشهور آهي. فتحنامه سنڌ عرف چچ نامي جو مصنف لکي ٿو ته محمد بن قاسم حجاج بن يوسف جو سئوٽ ۽ ناٺي هو. پر ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ان ڳالهه تي اختلاف ڪندي ضميمي ۾ شجرو ڏئي اهو ڄاڻايو آهي ته محمد بن قاسم، حجاج جو سئوٽ نه بلڪ حجاج جي سئوٽ جو پٽ هو ۽ ناٺي ان ڪري نه ٿيو، جو حجاج کي ڪا به ڌيءَ نه هئي. محمد بن قاسم

جي موت بابت فتح نامہ سنڌ جو مصنف لکي ٿو تہ، ”خليفي وليد بن عبدالملڪ ڏي جڏهن محمد بن قاسم راجا ڏاهر جون ٻہ ڌيئرون (پرمل ديو ۽ سوريا ديو يا سورج ديو) يرغمال بڻائي موڪليون، تڏهن خليفو وليد تمام گهڻو خوش ٿيو ۽ پنهنجي ترجمان جي مدد سان ٻنهي وڏي ڀيڻ کي پاڻ وٽ گهرائي گفتگو ڪرڻ لڳو. خليفي وليد هن کان نالو پڇيو تہ هن پنهنجو نالو ”سوريہ ديوي“ ٻڌايو ۽ جڏهن سوريہ ديوي پنهنجو منهن کولي خليفي ڏي ڏٺو. تڏهن خليفو هن جو حسن ۽ جمال ڏسي چريو ٿي پيو ۽ هن جي خونخوار ناز و ادا خليفي جي دل کان صبر کسي ورتو. خليفي جيئن ئي سوريہ ديوي کي هٿ وجهي پاڻ ڏي ڇڪيو تہ هيءَ يڪدم اٿي بيهي رهي ۽ چيائين تہ امير محمد بن قاسم اسان ٻنهي ڀينرن کي ٽي ڏينهن پنهنجي حرم سراءِ ۾ رکي پوءِ هتي دارالخلافت جي خدمت لاءِ موڪليو آهي. شايد توهان جو دستور ايئن هجي؟ خليفو وليد اهو ٻڌي ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو ٿي ويو. هڪ فرمان پنهنجي هٿ سان محمد بن قاسم ڏي لکي موڪليائين تہ ”محمد بن قاسم جتي بہ پهتو هجي تہ کيس گهرجي تہ پاڻ کي ڪچيءَ کل ۾ بند ڪري دارالخلافت ڏانهن واپس ٿئي“. محمد بن قاسم حڪم جي تعميل ڪئي ۽ سندس اميرن اوڏاپور ۾ محمد بن قاسم کي ڪچيءَ چمڙي ۾ بند ڪري صندوق ۾ رکائي روانو ڪيو. محمد بن قاسم دارالخلافت پهچڻ کان اڳ ئي وفات ڪري ويو ۽ جڏهن صندوق خليفي وليد جي سامهون آئي، تڏهن خليفي راجا ڏاهر جي ڌيئرن کي سڏي چيو تہ ڏسو اهو ئي آهي نہ؟ ان تي ٻنهي ڀينرن خليفي کي چيو تہ محمد بن قاسم تہ اسان جي پيءُ ۽ ڀاءُ وانگر هو. اسان کي تہ صرف پنهنجي پيءُ جي قاتل کان ور وٺڻو هو. اهو ٻڌي خليفي کي تمام گهڻي ڪاوڙ لڳي ۽ افسوس وچان پنهنجي هٿ جي پنيءَ کي چڪ وجهڻ لڳو ۽ راجا ڏاهر جي ٻنهي ڌيئرن کي پٽ ۾ لنبرائي ڇڏيائين.“

حجاج بن يوسف ثقفي 41 هه/ 661ع ۾ طائف ۾ پيدا ٿيو. هن جو بنو ثقيف جي هڪ شاخ احلاف سان تعلق هو. هن جي والده بنو ثقيف جي قبيلي مان هئي ۽ مغيره بن شعبہ جي طلاق يافتہ زال هئي. حجاج هڪ غريب گهراڻي ۾ پيدا ٿيو. جن جو پيشو پٿر ٽوڙڻ هوندو هو. حجاج، عبدالملڪ جي ابتدائي دور ۾ طائف کان دمشق آيو جتي کيس فوج ۾ ڀرتي ڪيو ويو ۽ جلد ئي کيس فوج جو سپہ سالار مقرر ڪيو ويو. حجاج جي قيادت ۾ سپ کان پهرين لڙائي عبدالله ابن زبير جي لشڪر سان ٿي. حجاج لڙائيءَ دوران ڪعبة الله ۽ حاجين تي پٿر وسرايا ۽ جڏهن عبدالله بن زبير جنگ ۾ قتل ٿي ويو ۽ مڪي تي حجاج جو قبضو ٿي ويو. تڏهن عبدالملڪ هن کي حجاز، يمن ۽ يمامہ جي گورنري عطا ڪئي. 75 هه/694ع ۾ حجاج کي جڏهن عراق جو گورنر مقرر ڪيو ويو تہ هن اتي ظلم ۽ تشدد جي انتها ڪري ڇڏي. انهيءَ زماني ۾ حجاج ۽ انس بن مالڪ جي وچ ۾ جهڳڙو ٿيو جيڪو خليفي عبدالملڪ وچ ۾ پئي ختم ڪرايو. چيو وڃي ٿو تہ حجاج ڪوفي ۽ بصري کان علاوه خراسان ۾ ايڏو تہ ظلم ۽ تشدد ڪيو جو درياهن ۾ پاڻيءَ بدران خون وهڻ لڳو. عبدالملڪ کانپوءِ جڏهن وليد تخت نشين ٿيو تڏهن هن حجاج کي سپ اختيار ڏئي ڇڏيا. انهيءَ دؤر ۾ حجاج، محمد بن قاسم کي سنڌ فتح ڪرڻ لاءِ موڪليو. پر سنڌ جي راجا ڏاهر پنهنجي وطن سنڌ ڌرتي جي حفاظت ڪندي پنهنجي جان ڏني. بنو اميہ جي هن ظالم ۽ تشدد پسند گورنر 52 سالن جي ڄمار ۾ 95 هه/714ع ۾ وفات ڪئي. المسعودي هن جي موت جو سبب معدي جي ڪينسر ڄاڻايو آهي. هن جي قبر کي بيحرمتيءَ کان بچائڻ خاطر هن جي قبر جو نالو نشان ئي ختم ڪيو ويو. حجاج هڪ ظالم ۽ تشدد پسند گورنر هو. حضرت علي ڪرم الله وجهہ جي وفادار ۽ جانثار صحابي حضرت قنبر رضہ کي هن بيڏوهہ شهيد ڪرايو. حضرت قنبر جو اولاد قنبراڻي ذات سان مشهور آهي ۽ سنڌ جو جانثار سپہ سالار هوش محمد پڻ قنبراڻي هو. ان کانسواءِ ڪيترن ئي رسول صلعم ۽ اُن جي آل جي پيروڪارن کي شهيد ڪيائين. ’تازن معرڪن جي تاريخ‘ ڪتاب ۾ نياز همايوني صاحب لکي ٿو تہ، ”خليفي عمر بن عبدالعزيز کان روايت آهي تہ دنيا جي سڀني ظالمن کي ترازوءَ جي هڪ پڙ ۾ ۽ ٻي پڙ ۾ حجاج بن يوسف کي رکي توريو وڃي تہ حجاج بن يوسف ئي ڳرو ٿيندو.“ اموي حڪومت جي هن انصاف پسند بادشاهہ عمر بن عبدالعزيز اچڻ سان ئي اموي بادشاهن جي ظلمن ۽ زيادتين کي مد نظر رکندي رعايا تي ظلم ۽ تشدد بند ڪرائي انصاف ۽ رحمدليءَ کي عام ڪيو. هن حجاج جي پوري خاندان کي جلاوطن ڪري ڇڏيو. هن جي والده عاصمہ حضرت عمر فاروق جي پوٽي هئي. هن ئي غضب ٿيل باغ فدڪ اهلبيت کي واپس ڪيو.

’خلافت و ملوڪيت‘ ۾ مولانا مودودي لکي ٿو تہ، ”حجاج بن يوسف کي هن جي عاملن لکيو تہ ذمي (اهي غير مسلم جيڪي اسلامي رياست ۾ رهي جزيو ڀرين) ڪثرت سان مسلمان ٿي بصري ۽ ڪوفي ۾ آباد ٿي رهيا آهن. جنهنڪري ڏن ۽ جزيي (غيرمسلمانن مٿان ٽيڪس) جي آمدني گهٽجي وئي آهي. ان تي حجاج هڪدم فرمان جاري ڪيو تہ انهن ماڻهن کي شهرن مان ڪڍيو وڃي ۽ انهن تي اڳ وانگر جزيو هنيو وڃي. هن حڪم جي تعميل ۾ جڏهن اهي نؤمسلم بصري ۽ ڪوفي مان ڪڍيا پئي ويا تڏهن هو وا محمدا!، يا محمدا! پڪاريندا، روئندا ويندا رهيا ۽ انهن کي سمجهہ ۾ نٿي آيو تہ هو هن ظلم جو ڪٿي وڃي فرياد ڪن. ان کانسواءِ هن ڪيترن عالمن ۽ بزرگن کي بيڏوهہ قتل ڪرايو. حجاج پنهنجي دؤر ۾ عدالتي فيصلن بغير گهٽ ۾ گهٽ هڪ لک ويهہ هزار قيدي قتل ڪرايا. هڪ ٻئي هنڌ مودودي صاحب لکي ٿو تہ، ”ڪوفي ۾ حجاج بن يوسف جو حڪم ٿيل هو تہ عرب کانسواءِ ڪو بہ شخص نماز ۾ امام (پيش امام) نہ بنايو وڃي. عبدالله بن زبير ۽ ان جي ساٿين (عبدالله بن صحفوان ۽ عماره بن خرم) جا سر مبارڪ ڪٽي مڪي کان مديني ۽ پوءِ اتان دمشق روانا ڪيا ويا. هر جاءِ تي انهن جي سرن جي نمائش ڪئي وئي ۽ مڪي ۾ انهن جي لاشن کي سوليءَ تي لٽڪايو ويو. تان جو هنن جا لاش ڳري سڙي ويا. اڳتي مودودي صاحب لکي ٿو تہ قرائت جو مشهور امام عاصم بن ابي النجود چوي ٿو تہ ’الله جي منع ڪيل ڪمن مان ڪو بہ اهڙو نہ رهيو، جيڪو حجاج نہ ڪيو هجي.‘ حجاج حضرت انس بن مالڪ رضہ ۽ حضرت سهل بن سعد جهڙن بزرگن کي گاريون ڏنيون ۽ انهن جي ڳچين تي مهرون لڳايون. حجاج جڏهن مري ويو، ان وقت سندس قيدخاني ۾ 80 هزار قيدي بيڏوهي قيد ۾ سڙي رهيا هئا.“

حجاج بن يوسف کي عبدالملڪ ۽ ان جي پٽ وليد جي دؤر ۾ ڪلم ڪلا ظلم و تشدد جي موڪل هئي. انهي ڪري عبدالملڪ مرندي وقت پنهنجي اولاد کي وصيت ڪئي هئي تہ، ”حجاج بن يوسف جو هميشہ لحاظ رکجو. چو تہ هن ئي اسان جي سلطنت کي (ظلم ۽ زيادتي سان) هموار ڪيو آهي.“ بنو اميہ طرفان مقرر ڪيل ظالم گورنر حجاج 95هه/714ع ۾ 52 سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي.

**ثقفي، مختار** رضؓ: مختار ثقفي، بني ثقيف جي خاندان مان هو. سندس پورو نالو مختار بن ابي عبيده ثقفي هو ۽ سندس ولادت 1 هه/ 622ع ۾ بنو ثقيف گهراڻي ۾ ٿي. هن جي حضرت علي عليہ السلام جي سايي ۾ پرورش ٿي ۽ هڪ دفعي مختار کي حضرت علي عليہ السلام پنهنجي هنج ۾ کڻي فرمايو ته، ”اي عقلمند مختار! تون لاتعداد ڪافر في النار ڪندين.“ مختار ثقفيءَ جو چاچو سعد بن مسعود حضرت علي عليہ السلام طرفان مدائن جو حاڪم مقرر هو ۽ جڏهن امير معاويہ ان کي هٽائي مغيره بن شعبہ کي حاڪم ڪيو ته مختار مديني اچي رهيو. مطلب ته مختار ثقفي ڪڏهن مديني ته ڪڏهن ڪوفي ۾ پيو رهندو هو. تان جو امير معاويہ ڪانپوءِ سندس پٽ يزيد تخت تي ويٺو ۽ جڏهن حضرت مسلم بن عقيل، حضرت امام حسين عليہ السلام جو سفير ٿي ڪوفي آيو ته مختار ان کي پنهنجي گهر ۾ پناهہ ڏني.

حضرت مسلم جڏهن ڪوفي ۾ هو، تڏهن عبيد ابن زياد، مختار ثقفيءَ کي سڏائي چيو ته، تون اسان جي دشمن حسين ابن عليءَ جي سفير کي پناهہ ڏئي ان جي بيعت ڪئي آهي. مختار دليرانہ انداز ۾ جواب ڏنو ته ها ”آءٌ حق جي طرف آهيان.“ ان تي ابن زياد، مختار کي قيد ڪرڻ جو حڪم ڏنو. مختار کي جنهن زندان ۾ قيد ڪيائون، اتي جناب ميثم تمار رضي الله عنہ پڻ قيد هو. وڏين جفاڪشين سان هڪ معلم ذريعي جيڪو قيد ۾ هو ۽ پوءِ آزاد ٿيو، مختار بہ خط عميره ڏي موڪليا. جن مان هڪ پنهنجي ڀيڻ ۽ ٻيو پنهنجي ڀيٽيوي عبدالله ابن عمر ڏانهن موڪليو. مختار جي ڀيڻ جي اصرار تي عبدالله ابن عمر انهيءَ وقت هڪ خط يزيد ابن معاويہ جي نالي لکي عميره جي هٿان سڌو دمشق موڪليو. يزيد خط پڙهندي ئي هڪ فرمان ابن زياد جي نالي جاري ڪيو، جنهن ۾ مختار جي آزاديءَ جو حڪم هو. مختار کي آزاد ڪيو ويو، پر افسوس جو ڪربلا جو دردناڪ واقعو ٿي چڪو هو، يعني حضرت امام حسين عليہ السلام ۽ شهداءِ ڪربلا شهيد ٿي چڪا. سو مختار سڌو ڪربلا آيو ۽ حضرت امام حسين عليہ السلام جي تربت جي زيارت ڪري چوڻ لڳو ته، ”منهنجا مظلوم آقا! آءٌ اوهان جي جد (حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم) جو قسم کڻي عهد ٿو ڪريان ته جيستائين اوهان جي قاتلن کي ختم نہ ڪندس، تيستائين سک سان نہ ويهندس.“

مختار اهو عهد ڪري ڪوفي ۾ محبان اهلبيت کي گڏ ڪرڻ لڳو. اها خبر جڏهن عبيد ابن زياد کي پهتي، تڏهن هن وري مختار کي گرفتار ڪرايو، پر هن دفعي بہ عبدالله بن عمر، مختار کي آزاد ڪرائي ورتو.

مختار ثقفي ڪوفي ۾ لشڪر تيار ڪرڻ ۾ لڳي ويو. ڪجهہ ماڻهن مديني وڃي حضرت محمد حنفيہ کان پڇيو ته مختار صحيح آهي يا غلط؟ محمد حنفيہ جواب ڏنو ته، ”ان کي خدا هن امر خير جي توفيق عطا ڪئي آهي.“ محمد حنفيہ جي تصديق بعد مختار ثقفيءَ جو لشڪر وڏيڪ جمع ٿيڻ لڳو. ابراهيم بن مالڪ اشتر جيڪو وڏو شجاع ۽ بيمثل جنگجو هو، اچي مختار سان گڏيو. اهڙيءَ طرح 14 ربيع الثاني 66هه (18 نومبر 685ع) ۾ مختار شهداءِ ڪربلا جي قاتلن تي حملا ڪرڻ شروع ڪري ڏنا. اياس بن مضارب کي قتل ڪرڻ کانپوءِ مختار جي لشڪر ۽ ڪوفي جي حاڪم عبدالله بن مطيع جي لشڪر جي وچ ۾ جنگ لڳي، جنهن ۾ مختار کي فتح نصيب ٿي. ڪوفي جو حاڪم ٿيندي ئي مختار لشڪر جو سپهہ سالار ابراهيم بن مالڪ اشتر کي ڪيو ۽ ڪوفي جي خزاني مان هٿ لڳل مال غنيمت جو گهڻو حصو غريبن ۽ مسڪينن ۾ ورهائي ڇڏيائين. عبدالملڪ بن مروان، جيڪو شام جو حاڪم هو، ان ابن زياد کي اسي هزار لشڪر سان ڪوفي موڪليو ته وڃي مختار کي زير ڪري. جڏهن ابراهيم پنهنجي فوج سان گڏ ابن زياد جي مقابلي لاءِ روانو ٿيو، تڏهن پويان ڪوفي ۾ قاتلان حسين سازشون ڪرڻ لڳا. شيث بن ربعيءَ جي گهر ۾ عمر سعد، شمر ذي الجوشن ۽ محمد بن اشعث جي سربراهيءَ ۾ لشڪر تيار ٿيو.

مختار ثقفيءَ کي جڏهن هن ڳالهہ جي خبر پئي تڏهن يڪدم هڪ قاصد ابراهيم بن مالڪ اشتر ڏانهن واپس اچڻ لاءِ موڪليائين. ابراهيم اڌ تان ڪوفي واپس اچي شهداءِ ڪربلا جي قاتلن تي حملو ڪيو. ان معرڪي ۾ ڪافي ظالم قتل ٿي ويا . جنهن ڪانپوءِ ابراهيم بن مالڪ پنهنجي مهم تي روانو ٿيو.

ابراهيم بن مالڪ اشتر منزلون طئي ڪندو هڪ قلعي وٽ پهتو ۽ ابن زياد سان جنگ جي تيارين ۾ لڳو رهيو. تان جو نهر خازر وٽ ابن زياد ۽ مختار ثقفي جي لشڪر جي وچ ۾ جنگ لڳي، جنهن ۾ مختار ثقفي جي سپهہ سالار ابراهيم بن مالڪ اشتر کي فتح نصيب ٿي ۽ هن پنهنجي هٿن سان عبيد ابن زياد کي قتل ڪيو ۽ سر مختار ڏي موڪليو. مختار ثقفي، ابن زياد جو سر ڏسندي ئي غصي ۾ اچي ۽ اهو چئي ته ”تو حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم جي ڏوهٽي امام حسين کي شهيد ڪرايو“ متوچپي چڏيائينس ۽ بعد ۾ ابن زياد ۽ ٻين قاتلن جا سر شهر ۾ لٽڪايا ويا.

ابراهيم بن مالڪ اشتر جڏهن عبيد ابن زياد سان جنگ ڪرڻ لاءِ ويو هو، تڏهن پويان ڪوفي ۾ مختار ثقفي حضرت امام حسين عليہ السلام ۽ شهداءِ ڪربلا جي قاتلن کي ڪوفي ۾ ڳولي ڳولي اذيت ناڪ موت ڏيندو ويو.

مختار ثقفيءَ جي ايڏين وڏين ڪاميابين بعد عبدالله بن زبير ڪثير لشڪر سان اچي مختار تي حملو ڪيو. جنگ هلندي رهي، گهڻن ڏينهن ڪانپوءِ جڏهن مختار جو لشڪر مارجي ويو، تڏهن بہ پاڻ همت نہ هاريائين بلڪ هزارن جي لشڪر سان پاڻ پنهنجي ٻن سؤ سپاهين سان گڏ وڙهڻ لاءِ نڪري پيو ۽ انهيءَ ڏينهن شهيد ٿي ويو. مختار ثقفيءَ جي شهادت 14رمضان 67 هه/ 686ع ۾ ٿي. سندس مزار ڪوفي ۾ آهي. حضرت مسلم بن عقيل جي روضي مان ٻاهر نڪرندي ئي حضرت مختار ثقفيءَ جو قبو آهي. جيڪو اڄ تائين هر خاص ۽ عام جي زيارت لاءِ موجود آهي.

حضرت مختار بن ابي عبيده ثقفي جي مڪمل احوال تي 'مختار نامہ' جي نالي سان فارسيءَ ۾ هڪ قديم ڪتاب لکيل آهي. سنڌ جي محقق، اديب ۽ شاعر مير علي شير قانع ٺٽويءَ هڪ فارسي مثنوي 'مختار نامہ' جي نالي سان لکي آهي، ان ڪانسواءِ سنڌ جي آخري تاجدار مير محمد نصير خان ٽالپر پڻ هڪ فارسي مثنوي 'مختار نامہ' جي نالي سان لکي آهي. هي ٻئي فارسي مثنويون اڻڇپيل آهن. سنڌيءَ ۾ مير محمد حسن علي خان ٽالپر هڪ مثنوي 'مختار نامہ' جي نالي سان ٽئي ٻن جلدن ۾ (پهريون جلد 1892ع ۽ ٻيو جلد 1895ع ۾) ۾ شايع ڪرائي هئي. ان ڪانسواءِ سنڌي نثر ۾ ”مختارنامو“ مرزا ٻڍل بيگ لکيو آهي. مير حسن علي خان ٽالپرجي سنڌي مثنوي ”مختار نامہ“ صفدر حسين ميرزا 'سيفي' ترتيب ڏني آهي. شمس العلماءِ مرزا قليچ بيگ پڻ مختار ثقفي جي احوال بابت هڪ ڪتابچو 'مختار ثقفيءَ عليہ رحمة' جي نالي سان لکيو، جيڪو 'صراط المستقيم' رسالي ۾ 1928ع ۾ شايع ٿي چڪو آهي.

**ثقفي، موسيٰ بن يعقوب:** موسيٰ بن يعقوب بن محمد شيبان بن عثماني ثقفي، محمد بن قاسم سان گڏ سنڌ ۾ آيو ۽ الور (اروڙ) جو قاضي مقرر ٿيو. پوءِ مستقل طور سنڌ ۾ رهائش اختيار ڪيائين. حديث جو وڏو عالم هو. صدين تائين سندس پونئير سنڌ ۾ علم جي روشني ڦهلائيندا رهيا. سن 613هه بمطابق 1216ع ۾ سندس خاندان مان اسماعيل بن علي بن محمد ثقفي موجود هو، جيڪو وڏو عالم ۽ فاضل هو. هو اروڙ جو قاضي هو. عربيءَ ۾ 'چچ ناموَ' ئي خاندان جي ڪنهن عالم جو لکيل هو جيڪو علي ڪوفيءَ فارسيءَ ۾ ترجمو ڪيو.

**ثقلين مشتاق:** پاڪستان جي اڳوڻي ڪرڪيٽر ثقلين مشتاق 29 ڊسمبر 1976ع تي لاهور ۾ جنم ورتو. هيءَ قومي ڪرڪيٽ ٽيم جو بهترين آف اسپنر رهيو آهي. جنهن ڪرڪيٽ جي دنيا ۾ آف اسپن بالنگ جا ڪيترائي گُر متعارف ڪرايا. جنهن ۾ 'دوسرا' ۽ 'تيسرا' نالي گُر هن لاءِ ڪارگر ثابت ٿيا ۽ مخالف بيٽسمين سندس اڇلايل بال تي آسانيءَ سان نه کيڏي سگهندا هئا. ثقلين 1995ع ۾ بين الاقوامي سطح تي ڪرڪيٽ جي ميدان ۾ پير پاتو. هن پنهنجي بين الاقوامي ڪيرئير جي پهرين ٽيسٽ ميچ سيپٽمبر 1995ع ۾ پشاور اسٽيڊيم ۾ سريلنڪا ٽيم جي خلاف کيڏي ۽ پوءِ گجرانوالا اسٽيڊيم ۾ سريلنڪا خلاف ون ڊي ميچ کيڏي.



ثقلين مشتاق عالمي سطح تي ڪرڪيٽ جي دنيا جو پهريون آف اسپنر بالر رهيو آهي، جيڪو هڪ ڏينهن واري ميچ ۾ هيٽ ٽرڪ جو اعزاز رکي ٿو. هن 49 ٽيسٽ ميچن ۾ 208 وڪيٽون ورتيون آهن. ٽيسٽ ميچن ۾ سندس بهترين ڪارڪردگي 164 رنسن عيوض 8 وڪيٽون آهي، جڏهن ته هن ون ڊي ميچن جي 169 ميچن ۾ 288 وڪيٽون ورتيون آهن. سندس بهترين بالنگ 20 رنسن عيوض 5 وڪيٽون ونڊ آهي. هن کي اعليٰ ڪارڪردگيءَ جي بنياد تي 2000ع ۾ سال جو بهترين رانديگر جو اوارڊ پڻ مليو.

2004ع کان گهٽي وقت تائين ٻانهن جي خرابي (زخم) جو شڪار هئڻ سبب ڪرڪيٽ کان ٻاهر آهي ۽ هن وقت لاهور جي مقامي علائقن ۾ اسلام جي تبليغ ۾ مشغول آهي.

**ثمامہ رضہ بن آثال:** حضرت ثمامہ رضہ ولد آثال ڪنيت ابو امامہ آهي. هو يمامہ جي سردارن ۾ پنهنجي دور جو مشهور شاعر هو. مڪي جي فتح ٿيڻ کان ڪجهہ ڏينهن پهرين هن کي هڪ اسلامي جماعت گرفتار ڪري مسجد نبويءَ جي ٿنڀي سان ٻڌي ڇڏيو. مسجد نبويءَ ۾ جڏهن حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم تشريف فرما ٿيا ته پاڻ پڇيائون ته ثمامہ رضہ ڇا ٿيو؟ هن جواب ڏنو ته سٺو ٿيو جيڪڏهن مونکي قتل ڪندؤ ته هڪ جاندار کي ختم ڪندو ۽ جيڪڏهن احسان ڪري ڇڏي ڏيندو ته هڪ احسان شناس تي احسان ڪندو. حضرت صلي الله عليہ وسلم ثمامہ کي ڇڏي ڏنو. جنهن کان پوءِ هو مسجد نبويءَ جي ويجهو هڪ نخلستان ۾ ويو. جتان وهنجي واپس مسجد نبويءَ آيو ۽ ڪلمہ شهادت پڙهيائين. هن پاڻ سڳورن کي عرض ڪيو ته مان عمري جي قصد لاءِ نڪتو هوس ته توهان جي سوارن مونکي پڪڙي ورتو، هاڻي ڇا حڪم آهي. پاڻ سڳورن فرمايو ته عمرو ادا ڪر. ثمامہ مڪہ مڪرمہ ۾ عمرو ادا ڪيو ۽ اعلان ڪيو ته هاڻي حضور صلي الله عليہ وسلم جي اجازت کان سواءِ ڪڻڪ جو هڪ داڻو بہ يمامہ کان مڪي نہ ويندو. تنهنڪري ثمامہ مڪي پهچندي اناج کي روڪرائي ڇڏيو جنهن تي اهل مڪہ فرياد ڪئي ته حضرت صلي الله عليہ وسلم جي حڪم سان اناج کي مڪہ مڪرمہ موڪليو ويو. بعد ۾ هو ديني فتنن جي ڪري پنهنجي جماعت سان گڏ بحرين هليو ويو.

هو بحرين جي مسلمانن ۾ ننڍين ننڍين تلخين کي ختم ڪرڻ ۾ لڳي ويو ۽ هتي ئي بنو قيس هٿان شهيد ٿي ويو.

**ثمر بهشت:** انب جو هڪ قسم، هيءَ جسامت ۾ وچولي انب کان ڪجهہ وڏو ٿيندو آهي. هن جي کل سنهي ۽ سائي رنگ جي هوندي آهي ۽ پيداوار لڳ ڀڳ 110 ڪلو في وڻ ٿيندي آهي. انب جو هيءَ قسم جولاءِ جي آخر ۽ وچ آگسٽ تائين پچندو آهي.

**ثمُود:** عربستان جي هڪ قديم قوم. جيڪا نبي سڳوري صلي الله عليہ وسلم جي بعثت کان اڳ عاد ۽ ارم قومن وانگر معدوم ٿي وئي هئي. قديم حوالن مان ثمود قوم جي تاريخي وجود جي تصديق ٿئي ٿي، مثلاً: 715 ق.م جي هڪ آشوري ڪتبي مان ثمود جو ذڪر بہ انهن قومن جي سلسلي ۾ ملي ٿو جيڪي مشرقي ۽ وچ عرب ۾ آباد هئا ۽ جن اشورين کي مطيع ڪيو هو. ثمود جي زوال جي عربي روايتن کي قديم مفسرن قرآني اشارن جي بنياد تي اجا بہ وڌيڪ بيان ڪيو هو. جهڙيءَ طرح قوم عاد ۾ بہ هڪڙو نبي آيو هو جنهن جو نالو "هُود عليہ السلام" هو. اهڙيءَ طرح قوم ثمود ڏانهن بہ حضرت صالح عليہ السلام نبي ڪري موڪليو ويو هو. حضرت جي مخالفن، جن جو سردار جنع بن عمر هو. حضرت صالح کان گهر ڪئي ته هو پنهنجي نبوت جي ثبوت ۾ ڪو معجزو ڏيکاري، ۽ هُن هڪ چپ مان هڪڙي ڏاچي گونري سميت ڪڍي ڏيکاري هئي.

الله جي اُنڙي هجڻ ڪري اِن جي حرمت لازم هئي، پر ٽنول ڪنڌڻ ڏاچيءَ توڙي گونريءَ جون ڪُچون وڍي ڇڏيون. جنهن جي سزا ۾ الله تعاليٰ جي حڪم سان ٻرندڙ جبل ڦاٽو جنهن جي باهہ ۽ لاوي جي ڪري اها قوم تباهيءَ سان همڪنار ٿي.

**ثميره زرين:** سنڌي ٻوليءَ جي نامور ڪهاڻيڪار خاتون ثميره زرين شڪارپور جي هڪ معزز اعوڻ گهراڻي جي فرد، محمد اعظم اعوڻ جي گهر 22 فيبروري 1944ع تي جنم ورتو. ننڍپڻ کان ئي کيس ادبي ماحول مليو. سندس پڙڏاڏو محمد عارف اعوڻ فارسي ۽ سنڌيءَ جو شاعر ٿي گذريو آهي، جنهن جي شاعريءَ جو ڪتاب "ديوان صنعت" جي نالي سان مقبول رهيو آهي. ثميره زرين جو اصل نالو سڪينہ اعوڻ هو. هن پاڻ تي اهو نالو ان ڪري رکيو، جو سندس چواڻي هن کي ننڍي هوندي کان پنهنجو اصل نالو ڪو نہ وڻندو هو. ان ڪري هن جڏهن ڪهاڻيون لکڻ جي شروعات ڪئي ته اهي ثميره زرين جي نالي سان موڪلڻ شروع ڪيائين. هوءَ ڏاڍي ذهين هئي، ڏهن سالن جي جمار ۾ سندس پهرين ڪهاڻي "اميد" نئين زندگيءَ جهڙي معياري رسالي ۾ ڇپي. سنڌي ادب ۾ سندس نالو اميد جو ڪرڻو ثابت ٿيو ۽ هن ٿوري وقت ۾ پنهنجو نالو وڏن ڪهاڻيڪارن ۾ ڳڻائي، ادبي دنيا ۾ مشهوري ماڻي



ورتي. ابتدا ۾ ادبي دنيا ۾ ان ڳالھ تي وڏا بحث ٿيا تہ ثميره نالي ليکڪا اصل ۾ ڪو مرد آهي. جيڪو فرضي نالي سان لکي ٿو ڇو تہ ثميره پردو ڪندي هئي ان ڪري اهو شڪ هڪ وڏي عرصي تائين قائم رهيو. پر جڏهن سنڌ جي ڍاڪي ۾ هلال پاڪستان اخبار جي عورتن جي صفحي "سگهڙين سٽ" ۾ سندس پهريون انٽرويو تصويرن سان شايع ٿيو ۽ هن پنهنجي اصلي نالي ۽ خاندان بابت ٻڌائي پاڻ کي ظاهر ڪيو ۽ وري شيخ اياز جي وائيس چانسلريءَ جي دور ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ريسرچ فيلو جي حيثيت ۾ ملازمت ڪئي، تڏهن وڃي اهو شڪ دور ٿيو. ثميره بي. اي پاس ڪرڻ کان پوءِ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ ۾ ريسرچ فيلو جي حيثيت سان ڪم ڪرڻ لڳي تہ سندس لکڻ جو ذوق اڃا بہ وڌيو. ڪيس همٿائڻ ۾ سندس گهروارن جو وڏو سات رهيو.

ثميره زرين 62-1961ع ڌاري "نئين زندگي" رسالي پاران، گذريل سالن دوران نئين زندگيءَ ۾ شايع ٿيل افسانن/ ڪهاڻين جو هڪ مجموعو سهيڙڻ جو ڪم هٿ ۾ ڪنيو ۽ اهو سندس ترتيب ڏنل پهريون ڪتاب، سنڌي ڪهاڻين جو انتخاب هو. جيڪو "مهراڻ جون ڇوليون" عنوان سان 1962ع ۾ پاڪستان پبليڪيشن طرفان ڇپايو ويو. هن انتخاب تي ثميره زرين جو لکيل مقدمو "آزاديءَ کان پوءِ سنڌي ڪهاڻيءَ جو جائزو" هڪ شاهڪار شمار ٿئي ٿو. 1962ع ۾ "نئين زندگي" رسالي ۾ ثميره جي هڪ ڪهاڻي "دين جي ماءُ" شايع ٿي، جنهن وڏي مقبوليت حاصل ڪئي. 1968ع ۾ "اديون" رسالي ۾ "رمندا بادل" نالي سان سندس ڪهاڻي بہ ڏاڍي مشهور ٿيس. اهڙيءَ ريت سندس ڪهاڻيون مختلف رسالن ۾ مسلسل ڇپجڻ لڳيون. سندس ڪهاڻين جو پهريون مجموعو "گيت اڄايل مورن جا" جي سري هيٺ جولاءِ 1970ع ۾ ملير ادبي اڪيڊمي حيدرآباد پاران شايع ٿيو، جنهن ۾ ثميره زرين جون 11 ڪهاڻيون شامل هيون ۽ هن مجموعي جو مهاڳ آغا سليم لکيو. هن ڪتاب جا ٻہ ٽي ڇاپا شايع ٿي چڪا آهن. سندس ڪهاڻين جو ٻيو ڪتاب سندس وفات کان پوءِ "آءُ اهائي مارئي" نالي سان فيبروري 1981ع ۾ الطاف اشاعت گهر، حيدرآباد، پاران ڇپيو، جنهن ۾ سندس 8 ڪهاڻيون شامل آهن. ثميره زرين جي ڪهاڻين جو ٽيون ڪتاب، ناري پبليڪيشن حيدرآباد پاران سندس وفات کان پوءِ، مختلف رسالن ۽ اخبارن ۾ سندس ڇپيل ۽ اڻ ڇپيل ڪهاڻين کي سهيڙي، "روشن چانورو" جي نالي سان اپريل 1989ع ۾ شايع ڪيو ويو. ثميره جي ڪهاڻين جو مکيہ موضوع "عورت" ئي رهيو آهي. هن جون ڪهاڻيون پوئتي پيل سماج جي عورتن جي درد جو آواز معلوم ٿين ٿيون. ثميره زرين کي پنهنجي وڏي ڀاءُ ڊاڪٽر جي. ايم. اعوان سان تمام گهڻي محبت هئي، هوءَ جڏهن سنڌالاجيءَ ۾ ملازم هئي تہ سندس ڀاءُ جي طبيعت ٺيڪ نہ رهڻ لڳي. سندس حساس دل کي ڀاءُ جي بيماريءَ جي تمام گهڻي ڳڻتي رهندي هئي ۽ پوءِ جڏهن سندس ڀاءُ گذاري ويو تہ سندس هر قوت جواب ڏئي ڇڏيو هوءَ اندران ٽٽي پئي ۽ پوءِ گهڻو وقت زنده رهي نہ سگهي. جنهن 13 آگسٽ 1977ع تي وفات ڪيائين.

**ثمينہ پيرزاده:** ٽي وي، ٿيٽر ۽ فلمي دنيا جي نامور اداڪارا ۽ هدايتڪار، ثمينہ پيرزاده لاهور ۾ معين الدين بٽ ۽ الماس بٽ جي گهر ۾ پيدا ٿي. ڪامرس ۾ گريجوئيشن ڪيائين. 1975ع ڌاري سندس شادي عثمان پيرزادي سان ٿي، جيڪو فلمي دنيا جي نامور اداڪار رفيع پيرزادي جو پٽ آهي. ثمينہ شاديءَ بعد پهريان ڇهہ سال گهريلو عورت طور گذاريا، ڪيس ٽي. وي اناؤنسر ٿيڻ جو ڏاڍو شوق هو جيڪو پورو نہ ٿيو شروعات ۾ ماڊلنگ شعبي ۾ پير پاتائين. پوءِ ڪيس لاهور ۾ ثمينہ احمد جي اسٽيج ڊرامي "فريڊيڪ تماشا" ۾ ڪم ڪرڻ جو



موقعو مليو ان بعد پي. ٽي. وي تي "نوري جام تماچي" ۽ "ماڙي منگهتر" جهڙن سيريلن ۾ اداڪاري ڪيائين. جنهن کان پوءِ هن ڪاميابي سان ڪيترا ڊراما پرفارم ڪيا. سندس شهرت هن وقت ڪمپيئر، پروڊيوسر ۽ ڊائريڪٽر طور بہ آهي. هن ڪجهہ فلمن ۾ بہ ڪم ڪيو جن ۾ "نزديڪيان"، "مکڙا"، "جنگ"، "شادي ميري شوهر ڪي"، "بلندي"، "بازار حسن" ۽ "پابندي" وغيره قابل ذڪر آهن. هن پنهنجي ذاتي پراڊڪشن بہ متعارف ڪرائي، جنهن جو نالو "ثمينہ پيرزاده پروڊڪشن" آهي. هن وقت پنهنجي مڙس عثمان پيرزادي سان گڏ اسٽيج ۽ ٽي. وي ڊرامن جي پراڊڪشن ۾ سرگرم آهي.

**ثمينہ ڪنول:** سنڌ جي لوڪ فنڪاره زيب النساء جي ڌيءَ ثمينہ ڪنول جو جنم نوابشاهہ شهر ۾ 1968ع ڌاري مزدور طبقي سان تعلق رکندڙ شخص حاجيءَ جي گهر ۾ ٿيو ننڍپڻ کان ئي استاد محمد جمن جي شاگرديءَ ۾



آئي. ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تي پهريون ڀيرو جهانگير قريشيءَ ڪيس متعارف ڪرايو ريڊيو تي ڳايل سندس پهريون لوڪ گيت "ڀيهن واري چوري، چلو ڪاڏي ڪيئي" هو جيڪو ڏاڍو مشهور ٿيو. ڳائڪيءَ ۾ استاد محمد جمن وارو انداز اپنائيندي اڳتي وڌي. پاڪستان ٽيليويزن جي ڪيترن ئي ڊرامن ۾ پنهنجي اداڪاريءَ جا جوهر ڏيکاري چڪي آهي. سندس ڳايل ڪلامن جا ڪيترائي آڊيو البم رليز ٿي چڪا آهن. هوءَ بلوچيءَ ۾ پڻ ڪيترا گيت ڳائي چڪي آهي. مٺي آواز جي ڪري سنڌ جي عوام پاران ڪيس "سنڌ جي ڪويل" بہ ڪوٺيو ويو آهي.

**ثمينہ وقار:** ثمينہ وقار 25 فيبروري 1960ع تي ڪراچيءَ ۾ جنم ورتو. فلاسافيءَ ۾ ايم. اي ڪيائين. ان کان سواءِ ڪمپيوٽر ۽ تعليمي حوالي سان ٻيا بہ ڪيترائي ڪورس ڪيائين.



جهڙوڪ: 1985ع کان 1986ع تائين سول سروسز اڪيڊمي لاهور، 1986ع کان 1987ع تائين انفرميشن سروسز اڪيڊمي، 1987ع ۾ سيڪريٽريٽ ٽريننگ انسٽيٽيوٽ، 16 اپريل 1995ع کان 11 مئي 1995ع تائين ڪراچيءَ مان فائننشل مئنيجمينٽ ڪورس. هن مختلف وقتن تي جدا جدا سرڪاري عهدن تي ڪم ڪيو آهي. 1987ع کان 1988ع تائين پي. آءِ. ڊي ڪراچيءَ ۾ انفرميشن آفيسر طور ڪم

ڪيائين. 1989ع کان 1992ع تائين پاڪستان نئشنل سينٽر حيدرآباد ۾ اسسٽنٽ ريزيڊنٽ ڊائريڪٽر طور، ۽ 1992ع تائين پي. آءِ. ڊي حيدرآباد ۾ انفرميشن آفيسر جي عهدي تي ڪم ڪيائين. نومبر 1998ع کان مارچ 1999ع تائين پي. آءِ. ڊي ڪراچيءَ ۾ ڊپٽي ڊائريڪٽر جي عهدي تي رهي. پوءِ پريس انفرميشن ڊپارٽمينٽ حيدرآباد ۾ 15 مارچ 1999ع کان ڊپٽي ڊائريڪٽر جي عهدي جا فرائض سرانجام ڏنائين. ثمينه وقار ماهوار نئين زندگيءَ کي نئين انداز ۾ شايع ڪرڻ سان گڏوگڏ "نئين زندگي گولڊن جوبلي سيمينار" ۽ "سنڌي مشاعري" جهڙا پروگرام منعقد ڪرائي پاڻ مڃايو. هن وقت اطلاعات کاتي، اسلام آباد ۾ ڊائريڪٽر طور فرض نڀائي رهي آهي.

**ثناءالحق صديقي، مولوي**: مولوي ثناءُالله صديقي، قصبي ٽانا ڀون ديوبند (ڀارت) ۾ ڄائو. پيشي جي لحاظ کان ماهر تعليم هو. اردو زبان جو ممتاز شاعر، اديب، مورخ، مترجم، ماهر علم نجوم، جاگرافيءَ، سائنس ۽ آثار قديم جو ماهر هو. ڪيترن ڪتابن جو مصنف ۽ مؤلف به رهيو. سندس ڪتابن ۾: "مولانا محمد علي جوهر" (حيات تعليم اور نظريات)، "تاريخ شاه عالم"، (تاريخ قبل از اسلام) زمين پر ره کر"، "آسمان کي سير"، "بزم انجم"، "ميرو سودا کا درد"، "تصوف کي حقيقت"، "بائيبل قرآن اور سائنس"، زوال سلطنت مغليه (1983ع) شامل آهن. هن 9 اپريل 1996ع تي ڪراچيءَ ۾ وفات ڪئي.

**ثناءالله "ثنائي"**: نامور شاعر ۽ اديب مولوي ثناءُالله ثنائي، 1895ع ڌاري تعلقي ڏوڪريءَ، ضلعي لاڙڪاڻي جي ڳوٺ رمضان سيهڙي ۾ ڄائو. سندس وڏا ملتان کان اچي لاڙڪاڻي ۾ رهيا هئا. مولوي ثناءُالله ثنائي عالم گهراڻي جو فرد هو. تعليم جي ابتدا پنهنجي والد وٽان ڪيائين. ديني علمن جي سلسلي ۾ ترجي مشهور ۽ معروف عالم غلام عمر جتوئيءَ سان صحبت رهيس. ننڍپڻ ۾ ئي شاعريءَ ڏانهن راغب ٿيو. جوانيءَ ۾ مجازي عشق جي اثر هيٺ تنبوري تي ڳائڻ شروع ڪيائين. عالم گهراڻي سان واسطيداري هئڻ ڪري سندس ڳائڻ وڄائڻ تي پابندي هئي، ان هوندي به لڪ چوريءَ جهر جهنگ ڳائيندو هو. راز کلڻ تي ساز سرود جو شوق ڇڏي ڏنائين. بعد ۾ لاڙڪاڻي اچي پير عبدالغفار راشديءَ، ريلڻ واري، وٽ حڪمت سکڻ شروع ڪيائين. پر هو حڪمت کان وڌيڪ لاڙڪاڻي جي علمي ماحول کان متاثر ٿيو. سندس ادبي ناتا ميان علي محمد قادريءَ ۽ سنڌس خاندان جي ٻين ادبي شخصيتن سان گهرا ٿيا. مولوي ثنائي ادب جي هر صنف تي طبع آزمائي ڪئي. سندس ڪيتروئي ڇپيل ۽ اڻ ڇپيل ڪلام موجود آهي، جن ۾ غزل، مولود، مداحون، سه حرفيون، معجزا، خطبا، مربع ۽ مسدس شامل آهن. سندس تصنيفن جو مختصر وچور هن ريت آهي: گلشن ميلاد، اشعار ثنائي، ديوان ثنائي، قيامت نامو، دردن جي دانهن، جاڻ قيامت آئي، ترڪي ٽوپي، محمود غزنوي، ڪوئيٽا جو زلزلو تحفي ڪوئيٽا، ملان موالي، خطبات ثنائي، گلزار ثنائي، شاهنامو اعتقاد نامو سچا موتي ۽ شمع رسالت. سندس اڻ ڇپيل ڪتابن ۾ تاريخ اسلام (اٺ حصا)، زهري آڙهُ، رت جو درياءُ، سروٽو، گامو سچار ۽ اشعار ثنائي (ٻيو حصو) شامل آهن. سنڌ جي هن ناميارِي شاعر 1980ع ڌاري وفات ڪئي.

**ثناءُالله پاڻيپتي، قاضي**: مشهور عالم ثناءُالله پاڻيپتي قاضي فقيه محدث، محقق، مفسر شيخ جلال الدين ڪبير الاولياءَ جي اولاد مان هو. پاڻ پهرين رجب المرجب 1225هه/ 2 آگسٽ 1810ع تي ڄائو. ستن سالن جي عمر ۾ قرآن حفظ ڪيائون ۽ ٻارهن سالن جي عمر ۾ اسلامي تعليم حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ، هو مولانا محمد عابد ستانيؒ وٽ دستِ بيعت ٿيو. مولانا محمد عابد جي وفات کان پوءِ هن حضرت مرزا مظهر جان جانان کان علم تفسير، فقہ، ڪلام ۽ تصوف ۾ فيض حاصل ڪيو.

مولانا شاه عبدالعزيز دهلوي هن کي گهڻو چاهيندو هو. هو علم تفسير، فقه، ڪلام ۽ تصوف جو وڏو عالم هو ثناءالله گهڻن ئي ڪتابن جو مصنف هو. هن جو هڪ ڇپيل ڪتاب "تفسير مظهري" جي نالي سان ڪافي مشهور ٿيو. جيڪو ستن صخيم جلدن تي مشتمل آهي.

**ثناءُالله قادري**: هندستان جو مشهور صوفي بزرگ ۽ عالم ثناءُالله قادري ولد نانا شاه عبدالعزيز 1809ع تي طنگاهه، ضلعي بلند مير ۾ ڄائو. هن تعليم ۽ تربيت پنهنجي ناني کان حاصل ڪئي. ننڍي عمر ۾ رفوگريءَ جو ڪم سکيو. واپار ڪرڻ جي سلسلي ۾ ايران، ڪابل ۽ هندوستان جي ڏورانهن هنڌن تائين سفر ڪيو. هن پهرين پنهنجي ناني جي هٿ تي دستِ بيعت ڪئي. ان کان پوءِ شاه محمد صادق رح جو مريد ٿي سلوڪ جي منزل طئي ڪيائين. ثناءالله لاهور آيو ۽ هتي هن سنڌي بزرگ حضرت ميان مير سنڌيءَ کان روحاني فيض حاصل ڪيو.



لاهور کان پوءِ هو ڪابل ويو، جتي هن شاه قلندر کان روحاني فيض حاصل ڪرڻ کان پوءِ پنجاب موٽي اچي شهر گجرات ۾ حضرت شاه دوله دريائيءَ جي درگاهه تي حاضري ڀري ۽ روحاني فيض سان مالامال ٿيو. هن پنهنجي زندگيءَ جا آخري ڏينهن جلال پور جٽان ۾ گذاريا. هن صوفي بزرگ هڪ سؤ کان به وڌيڪ ڪتاب لکيا، جن مان 37 ڪتاب ڇپيل آهن. جن ۾: (1) "ديوان خراباتي"، (2) "خلاصته الاسرار"، (3) "شمع العارفين"، (4) "بحر انوار"، (5) "جنت الاسرار"، (6) "تحفته الزمان"، (7) "جنت العارفين"، (8) "مجمع ابرڪات"، (9) "مثنوي دردنامه"، (10) "تذڪره الواصلين"، (11) "سراج الطالبين"، (12) "حقيقت الاولياءَ" ۽ (13) "تفسير ثناء" قابل ذڪر آهن.

هن صوفي بزرگ جي وفات 1879ع تي جلال پور جٽان ۾ ٿي.

**ثنائي مشهدي**: ايران جو ناليواري شاعر ثنائي مشهديءَ جو اصل نالو خواجه حسين ولد غياث الدين محمد هو. هو 996هه/ 1588ع تي ايران ۾ ڄائو. هو اڪبر مغل جي دؤر ۾ دهليءَ هليو ويو هو ۽ هميشہ لاءِ اتي ئي رهي پيو. هن جي ديوان ۾ قصيده، غزل، رباعيون ۽ ساقي ناما وغيره موجود آهن. ان کان سواءِ هڪ مثنوي "سڪندرنامہ" جي بحر تي اڪبر بادشاهه جي لاءِ مثنوي لکي، ان مثنوي جو نالو "سدا سڪندر باغِ ارم" رکيائين.

**ثنويت**: ٻن خدائن جي پوڄا ڪرڻ زرتشت مذهب وارن جو عقيدو آهي. زرتشت جي تعليم ۾ ثنويت سڀ کان گهڻي اهميت وارو آهي. زرتشت مذهب جي ويچهو دنيا جو خدا هڪ نه، پر ٻه آهن. هڪ اهو خدا جنهن دنيا

جون سڀ فائديمند ۽ ڪم اچڻ واريون شيون پيدا ڪيون آهن. جنهن کي هو گهٽي جاڻ رکڻ واري خدا جي نالي سان ياد ڪن ٿا. ٻيو اهو خدا جنهن دنيا جي لاءِ نقصانڪار ۽ تڪليف ڏيندڙ شيون ٺاهيون آهن. هي ان خدا کي انگرومينو جي نالي سان سڏين ٿا. زرتشي تعليم موجب اوستا ۾ انهيءَ رامازاد جون جيڪي صفتون بيان ٿيل آهن اهي اهورا جون آهن. اهورا جي صفتن موجب ’مان ئي محافظ، مان ئي خالق، مان ئي رزاق ۽ مان ئي مالڪ آهيان. سڀ ڪان وڌيڪ رحم ڪرڻ وارو مان ئي آهيان.‘ اهورا معنيٰ آقا، مازدا معنيٰ گهٽي جاڻ وارو. مقدس، عظيم عقلمند، نگهبان، خيرخواهه، خالق، خوشحالي ڏيڻ وارو خودمختيار خالق. خير جون ڇهه صفتون هنن وٽ گهٽي اهميت رکن ٿيون. جنهن ۾ 1. اهو ڪامل عقل وارو آهي، 2. غير فاني آهي، 3. صحتمند ۽ طاقت وارو آهي، 4. حقيقت اعليٰ آهي، 5. ديندار ۽ متقي آهي ۽ 6. زمين جي نعمتن جو مالڪ آهي. ايگرومينو خدائي شر آهي. ان ڪان پوءِ اوستا ۾ هن کي سڀني صفتن جو حامل قرار ڏنو ويو جيڪو شيطان جي سلسلي ۾ انجيل ۽ قرآن ۾ موجود آهي. هن ٻن خدائن جو اختيارن جو دائرو واضح طور تي الڳ الڳ مقرر ٿيل آهي. مٿي خدائي خير جي عملداري آهي ۽ هيٺ پاتال ۾ هن جي طاقتور دشمن جو عمل دخل آهي. هن ٻن خدائن جي بادشاهيءَ جي وچ ۾ هي دنيا قائم آهي. هي ٻـ خدا دنيا ۾ طاقت جو مظاهرو ڪندا رهندا آهن. پارسين جو عقيدو آهي تـ اينگرومينو نالي خدا رڳو نقصانڪار ۽ تڪليف ڏيندڙ شيون پيدا ڪيون آهن. پر اهو مازدا جي پيدا ڪندڙ چڱائيءَ کي ختم ڪندڙن مان آهي. انسانن جي ڀرڻين جوڙي کي اينگرو ئي ڀڙڪايو هو. جنهنڪري هر پارسي جو فرض آهي تـ اهو شر جو مقابلو ڪري ۽ خير جي عزت جي لاءِ ڪوشش ۾ مصروف رهي ۽ پاڻ کي گناهن ۾ ملوث نـ ڪري. اسلام ۾ اهڙي ڪنهن بـ عقيدي جي ڪا بـ گنجائش نـ آهي ۽ نـ ئي ڪو ٿنوي فرقو يا ٿنوي عقيدو آهي. اسلام ۾ توحيد تي زور ڏنو ويو آهي. انڪري ثنويت جو مطلب خدا جي تصور جي نفي ڪرڻ آهي.

**ثواب**: ثواب جي لفظي معنيٰ ”ڪم جو بدلو يا جزا ملڻ“. الله جي پسنديده عمل تي ڪنهن بـ شخص کي الله جي طرفان جيڪو پاڪيزه ۽ بهترين صلو ڏنو ويجي ٿو ان کي ”ثواب“ چئبو آهي.

**ثور**: مڪي شريف جي ويجهو هڪ جبل جو نالو. جنهن ۾ مشهور ”غار ثور“ موجود آهي. (ڏسو:ثور غار)

**ثور**[2]: هيءَ عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جيڪو ”ڍڳي“ جي لاءِ استعمال ٿيو آهي. آسماني تارن جي هڪ ميڙ کي بـ ’ثور‘ سڏيو ويندو آهي، ڇو تـ ان جي مشابهت ’ڍڳي‘ سان ڏني ويندي هئي. هڪ برج جو نالو ’ثور‘ بـ آهي.

**ثور**[3] (غار): غارِ ثور مڪي کان ٽي ميل ساڄي پاسي موجود آهي. هيءَ غار جبل ثور جي چوٽيءَ تي آهي، جيڪا تقريباً هڪ ميل اونهي آهي. هيءَ غار اڄ بـ اتي موجود آهي. جڏهن مڪي جي ڪافرن مسلمانن کي سخت تڪليفون ڏيڻ شروع ڪيون، ۽ پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وسلم خدائي حڪم هيٺ مڪي جي مسلمانن کي يثرب (مديني) ڏانهن هجرت ڪرڻ جو حڪم ڏنو هو. تڏهن پاڻ سڳورا، پنهنجي رفيق حضرت ابوبڪر صديق سان گڏ آخر ۾ مڪي مان نڪتا ۽ پنيان حضرت عليؑ کي پنهنجي گهر ۾ بستر تي ڇڏي آيا، تـ جيئن مڪي جي قريشن جون امانتون سندن حوالي ڪري پوءِ اچي. يثرب ڏانهن سفر ڪندي ڏينهن جي وقت پاڻ سڳورا صلي الله عليہ وسلم ۽ حضرت ابوبڪر صديقؓ هن غار ۾ مڪي جي ڪافرن کان لڪي ويهندا هئا ۽ حضرت ابوبڪر صديق جو فرزند ۽ ٻڪرار ٻڪريون ڪاهي ايندا هئا ۽ کين کير پياري ويندا هئا. هڪ ڏينهن جڏهن ڪافر پاڻ سڳورن کي ڳوليندي ڳوليندي غار جي ويجهو اچي ويا تـ حضرت ابوبڪر صديق گهٻرائجي ويو. پر پاڻ سڳورن کيس دلجاءِ ڏني تـ ”گهٻراءِ نـ. الله اسان سان گڏ آهي. هڪ روايت آهي تـ هن غار جي منهن تي ڪوريئڙي پنهنجو ڄار



غارِ ثور جو ڏيک

(گهر) اُڻي ان کي ڍڪي ڇڏيو هو ۽ هڪ ڪبوتر ڪاٺيون گڏ ڪري پٽ تي آکيرو جوڙي ورتو هو ۽ غار پرسان ٻڪرين جا پيرا بـ موجود هئا. ڪافرن اها حالت ڏسي غار اندر تلاش نـ ڪئي ۽ واپس موٽي ويا. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم، حضرت ابوبڪر صديق رضہ سان گڏ هن غار ۾ ٽي ڏينهن ۽ راتيون قيام فرمايو. ابن هشام جي روايت موجب: ان عرصي ۾ حضرت ابوبڪر صديقؓ جي نياڻي اسماءؓ گهر مان کاڌو پچائي غار ۾ پهچائي ويندي هئي.





# سورهه سنڌي ادب




## صاحب خان "سورهه" ميراڻي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488




# سورهه سنڌي ادب




## صاحب خان "سورهه" ميرائي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

# الف

**آتم ڪٿائون** (پاڳو پهريون) (ڪتاب): اديب ۽ نقاد ناز سنائيءَ جو هي ڪتاب سنڌيءَ ۾ ڇپيل پنجن آتم ڪهاڻين جو تنقيدي جائزو آهي. سنڌس تنقيدي جائزي هيٺ آيل آتم ڪٿائون هيٺينءَ ريت آهن:




(1) آپ بيتي- جڳ بيتي(ايم. ايڇ پنهور جي آتم ڪٿا) (2) بنڌڻ ٻاروچن جا (عبدالغفور الستيءَ جي آتم ڪٿا) (3) ڪويءَ جي ڪٿا (سوز هالائيءَ جي آتم ڪٿا) (4) ڪيم روح رهاڻ (ڊاڪٽر محمد لائق زرداريءَ جي آتم ڪٿا) (5)جوٽيون جيءَ جهان جون (پاڳو پهريون ۽ ٻيو سرڪش سنڌيءَ جي آتم ڪٿا).

ناز سنائيءَ هنن آتم ڪٿائن مان سڀ کان وڌيڪ تنقيد سرڪش سنڌيءَ ۽ پروفيسر محمد لائق زرداريءَ جي آتم ڪٿائن تي ڪئي آهي. ڊيمي سائيز جي 220 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب ٻهرين جنوري 2010ع تي سنڌي ساهت گهر حيدرآباد پاران ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. جنهن جي قيمت 300 رپيا آهي.

**آپ بيتي-جڳ بيتي** (ڪتاب): سنڌ جي نامور محقق، زرعي ماهر، تاريخدان ايم. ايڇ پنهور جي آتم ڪٿا "آپ بيتي-جڳ بيتي" سنڌي ادب ۾ هڪ بي بها واڌارو آهي. هيءَ آتم ڪٿا اصل ۾ انگريزيءَ ۾ هئي، جنهن جو سهڻي سنڌيءَ ۾ ترجمو، ناميارو آرڪيالاجسٽ سيد حاڪم علي شاهه بخاريءَ ڪيو آهي. هيءَ آتم ڪٿا نرالي اسلوب، معيار، سچائي ۽ بيان جي جرئت سان گڏ پنهنجي دور جي تاريخ آهي. پنهور صاحب جي هن آتم ڪٿا ۾ نه خود پسندي آهي، نه "مان" جو اولڙو ۽ نه پنهنجن وڏڙن جي ڪن "ڏاڍن" اکرن سان تعريف آهي. حاڪم علي شاهه بخاريءَ چواڻي "هيءَ آتم ڪهاڻي مواد ۽ انداز بيان جي خيال کان منفرد آهي ۽ بنيادي طرح سڀ کان وڌيڪ ساراهه لائق هي نقطو آهي، جو ان جي ورق ورق ۾ جرئت جو اظهار نمايان نظر ايندو."




ڪتاب جي مهاڳ ۾ نامور اديب ۽ دانشور محمد ابراهيم جويي پنهنجي شاگرد ۽ همعصر جي آتم ڪهاڻيءَ جي اهميت، ڪارج ۽ انفراديت تي بحث ڪندي، آخر ۾ سيني ڳالهين جو تت نهايت ئي باريڪ بيني ۽ پوري مطالعاتي سگهه سان بيان ڪندي لکيو آهي ته: "آپ بيتي- جڳ بيتي" پنهور صاحب جي زندگيءَ جي شروعاتي ڏهن سالن جي آتم ڪٿا آهي. جيڪو ڄڻ ته سندس آتم ڪهاڻيءَ جو پهريون ڀاڱو آهي، جيڪو هن ڏهه سال اڳ انگريزيءَ ۾ لکيو هو پر ڇپائي ۾ دير سبب ساڻس حياتيءَ وفا نه ڪئي ۽ هو ٻيا رٿيل ڀاڱا لکي نه سگهيو.

ڊيمي سائيز جي رنگين ٽائيٽل سان ڇپيل هن ڪتاب جي قيمت 300 رپيا آهي. جيڪو فينڪس بوڪ ۽ ايم. ايڇ. پنهور ٽرسٽ پاران ڇپائي 2007ع ۾ پڌرو ڪيو ويو.

**آپ سڌارڪ منڊل**: هي منڊل (سنگت/تنظيم) سن 1932ع ۾ شڪارپور شهر جي مشهور تعليمي اداري خوبسنگهه منگهن سرتو مل هندو سنڌي اسڪول نمبر اول (هاڻوڪي اسڪول پرائمري لکي در) پاران قائم ڪيو ويو هو. هن منڊل جو روح روان اسڪول جو هيڊ ماستر ٺڪر هولا رام سهجرام هو. هن منڊل پاران ٻارڙن ماهوار رسالي 'بالڪ' کان سواءِ خاص ڏينهن تي پڻ يادگار ڪتاب ۽ پمفليٽ شايع ڪري ٻارڙن ۾ مفت ورهايا ويندا هئا. آڪٽوبر 1935ع ۾ اسڪول جي هيڊ ماستر ٺڪر هولارام جو ترتيب ڏنل 24 صفحن تي مشتمل طبي نسخن جو هڪ ڪتاب 'قدرتي گهرو علاج' نالي شايع ڪيو ويو هو. هن منڊل پاران اسڪول جي سالياني ڪارڪردگيءَ جون رپورٽون به شايع ٿينديون هيون. ورهاڱي کان پوءِ هي منڊل بند ٿي ويو.

**آخرت**: "آخرت" عربي زبان جو لفظ آهي، جنهن جي لغوي معنيٰ آهي: پڇاڙي، ڀڇاڙي، عقبيٰ، ايندڙ جهان يا قيامت. اصطلاحي زبان ۾ "حيات بعدالموت" يعني هن حياتيءَ کان پوءِ موت بعد ملندڙ زندگيءَ کي "آخرت" چئبو آهي. اڳين دنيا، هي دنيا ۽ موت کان پوءِ واري حياتي ئي "آخرت" آهي. آخرت تي ايمان آڻڻ اسلام جي اصولن مان اهم اصول آهي. خدا پاڪ قرآن مجيد ۾ واضح طور فرمايو آهي ته "جيڪو شخص آخرت جي ڏينهن تي ايمان نه ٿو آڻي، اهو منڪر آهي." خدا جي نيڪ ٻانهن لاءِ آخرت واري حياتي، بقادار حياتي آهي. آخرت مسلمانن جي عملن جو بدلو آهي." آخرت جي عقيدي کي دنيا جا ٻيا مذهب به مڃن ٿا. قديم بابل ۽ آشوريه جا رهاڪو به "حيات بعدالموت" ۾ يقين رکندي، چڱن ۽ برن ڪمن (عملن) جي فرق کي سمجهن ٿا. اهڙيءَ طرح قديم مصري، آفريڪي ۽ آمريڪي وغيره به "آخرت" جي عقيدي کي دل و جان سان تسليم ڪن ٿا. خود هندو به هن عقيدي ۾ پاڻ کي پابند سمجهن ٿا.

**آخري اميد** (ڪتاب): اسلامي موضوع تي لکيل هي ناول سنڌ جي سداحيات ليکڪ محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو آهي، جنهن کي تمام گهڻي پذيرائي حاصل ٿي. هي ناول سورهن بابن تي مشتمل آهي ۽ پهريون ڀيرو 1940ع ۾ عبرت ڪتابي سلسلي، اسلاميه دارالاشاعت حيدرآباد/ ميرپورخاص پاران شايع ٿيو. هن جو ٻيو ڇاپو 1944ع ۽ ٽيون ڇاپو 1946ع ۾ شايع ٿيو. هن ڪتاب جو چوٿون ڇاپو مهراڻ اڪيڊمي شڪارپور پاران 2009ع ۾ شايع ٿيو آهي، جنهن ۾ 65 صفحا آهن. ڊيمي سائيز ڪچي جلد ۽ رنگين ٽائيٽل سان ڇپيل هن ڪتاب جي قيمت 30 روپيه آهي. هن ڪتاب تي محمد عثمان ڏيپلائي جي لائق فرزند محمد علي ڏيپلائيءَ جو تفصيلي جائزو به لکيل آهي.



**آخري لفظ** (ڪتاب): 'آخري لفظ' نامور شاعره شبنم گل جو شعري مجموعو آهي، جيڪو سگنڌ پبليڪيشن لاڙڪاڻي 1994ع ۾ ڇپرايو آهي.




شاعره هن ڪتاب جو انتساب پنهنجي چاچي مرحوم شاهه محمد جي نالي ڪيو آهي. ڪتاب ۾ زيب سنڌي ۽ ادل سومري جا رايا شامل آهن. غزلن ۽ نثري نظمن جو هي مجموعو 116 صفحن تي مشتمل آهي. ڪتاب ۾ شامل سندس طويل نظم خود ڪلامي سنڌي شاعريءَ ۾ جديد، منفرد ۽ خوبصورت اضافو آهي. شيخ اياز ڪيس جرئت مند شاعره سڏيو آهي. بئڪ ٽائيٽل تي شاعره جي تصوير سان گڏ سندس لکيل سٽون به شامل آهن. ڪتاب جي قيمت 35 روپيا لکيل آهي.

**آخوند الله بخش پٽي سيتائي**: آخوند الله بخش ولد آخوند ڇٽو پٽي سيتائي، ڳوٺ سيتا (تعلقي دادو) ۾ سن 1279هه/1862ع ۾ جنم ورتو ۽ 1356هه/1937ع ۾ رحلت ڪيائين. پنهنجي دور جو جيّد عالم، مدرس ۽ خطاط هو. ديني علم جي مڪمل تحصيل ۽ دستاربندي پنهنجي وڏي ڀاءُ آخوند مولانا عبدالرحمان پٽيءَ ڪان حاصل ڪيائين ۽ ان جي رحلت ڪانپوءِ ان ئي مدرسي کي اوج تي پهچايائين. آخوند الله بخش پٽي فقيراڻو مزاج رکندڙ، شهرت کان پاسو ڪندڙ ۽ گوشه نشين عالم هو. درس ۽ تدريس ڪانپوءِ سندس باقي وقت عبادت ۽ مطالعي ۾ گذرندو هو. کيس ڪتابن سان بيحد محبت هئي، جن ۾ عربي صرف نحو، منطق، حڪمت، اصول فقه، تفسير ۽ حديث جا ڪتاب اچي وڃن ٿا. کيس ڪليات جامي ۽ شرح جاميءَ سان گهڻو لڳاءُ هو. فارسي شعر ۽ ادب سان کيس خاص دلچسپي هئي، جنهن سبب هڪ فارسي ديوان ابو طالب ڪليم پنهنجي هٿ اکرن سان لکي پورو ڪيائين، جيڪو سندس مواد مان مليو آهي. سندس تحريرن جو ڪافي ذخيرو زماني جي دستبرد کان بچي نه سگهيو، پوءِ به سندس هٿن سان لکيل اهو ديوان سندس املهه يادگار آهي. سندس رحلت ڪانپوءِ سندس علمي ورثي جو وارث آخوند محمد صالح پٽي بڻيو، جنهن پنهنجي والد ڪانسواءِ پنهنجي ٻن وڏن ڀائرن يعني آخوند عبدالرحمان پٽي ۽ آخوند الله بخش پٽيءَ کان علم حاصل ڪيو ۽ همايون شريف وڃي مولانا عبدالغفور مفتون همايونيءَ وٽ به پڙهيو ۽ آخر ۾ درٻيلي جي درسگاهه مان دستاربندي حاصل ڪيائين. آخوند مولانا الله بخش پٽي پنهنجي عمر جو آخري حصو گوشه نشينيءَ ۾ گذاريو.

**آخوند سانوڻي**: هالا پراڻا ۾ اولهه طرف سنڌو درياهه جي پر ۾ رهندڙ هڪ ديني ۽ علمي خاندان جي نُک (Sub caste) جو نالو "آخوند سانوڻي" آهي، جتي سندن نالي پويان سندن وسنئن "آخوند سانوڻي ملن جو پاڙو" موجود آهي، "مشاهير سنڌ" موجب هن خاندان جو تعلق حضرت عقيل بن ابي طالب عليه السّلام سان آهي، جيڪي پاڻ کي عقيلي سڏائين ٿا. عقيلي نسب جا هي قريشي سنڌ جي اوائلي عرب دور ۾ عراق کان ننڍي کنڊ، افغانستان، بلوچستان ۽ سنڌ ۾ هالن پراڻن ۾ اچي آباد ٿيا، جنهن ڳوٺ مان عربي، فارسي ۽ سنڌي ٻوليءَ جا ڪيترائي شاعر ۽ عالم، مفتي ۽ قاضي پيدا ٿيا، جن مان حاجي متين الدين (پهريون)، آخوند عبدالغفور هالائي، آخوند عبدالسميع هالائي (مغل دور)، آخوند متين الدين (ٻيو)، آخوند اميد علي "سها" (وفات: 15 ربيع الاول 1298هه/1881ع)، آخوند احمد سانوڻي هالائي (وفات: 1317هه/1898ع)، مفتي محمد رفيق هالائي (وفات 1182هه/1768)، آخوند محمد قاسم هالائي، آخوند نور محمد سانوڻي هالائي (وفات: 2 ذوالحج 1281هه/ 1864)، آخوند عبدالصمد سانوڻي (وفات: 22 محرم 1272هه/ 1855ع)، حافظ نصرالله سانوڻي هالائي، آخوند حسيب الله (وفات 1353هه/1934)، خليفو حاجي لطف الله سانوڻي هالائي، آخوند رحمت الله سانوڻي هالائي (وفات: 15 جمادي الثاني 1304هه/1886ع)، خليفو گل محمد "گل" (ديوان گل جو مصنف وفات: 1862هه) مشهور آهن. هن جو ذڪر مولانا دين محمد وفائي پنهنجي ڪتاب "مشاهير سنڌ" ۾ ڪيو آهي.

هن خاندان جا مڪتب ذري گهٽ سڄي سنڌ ۾ موجود هئا، جن ۾ نصرپور، ٽنڊوڄام، حيدرآباد، ٺٽو سيوهڻ، سکر، مٽياري، هالا، ڪنڊيارو، درٻيلو، درازا ۽ ڪراچي شامل آهن. هن خاندان ۾ پهريون مڪتب مخدوم شعيب عرف مخدوم لاخيال قائم ڪيو، اهو مڪتب اوائلي سمن جي دور ۾ قائم ٿيو هو. سرور نوح جو والد مخدوم نعمت الله ولد مخدوم اسحاق به اتي ئي پڙهيو هو. آخوند سانوڻي خاندان مان ڪجهه مفتي ۽ قاضي سنڌ جي انتظامي حڪمرانيءَ جي عهدن تي وڃي پهتا. مير علي شير قانع ٺٽوي تحفة الڪرام ۾ لکيو آهي ته دهليءَ جي بادشاهه فرخ سير جي امير نواب سيف الله خان کي جڏهن ٺٽي جو گورنر مقرر ڪيو ويو، تڏهن هن آخوند عبدالغفور سانوڻي هالائيءَ جي ڀاءُ آخوند عبدالسميع هالائيءَ کي پنهنجو نائب ڪري مقرر ڪيو، جنهن ٻن سالن (1135هه/ 1722ع- 1137هه/ 1724ع) تائين ڏکڻ سنڌ جو ڪاروهنوار هلايو. بعد ۾ رضي محمد خان پاران ٺٽي جي نوابي هٿ ڪرڻ لاءِ هٿ پير هڻڻ تي نواب سيف الله خان پاڻ اچي ٺٽي جي حڪومت کي سنڀاليو. نواب سيف الله خان جي وفات (9 ذوالقعد 1143هه/ 1730ع) تائين آخوند عبدالسميع سندس خاص اميرن ۾ شامل رهيو. ميمڻ عبدالغفور سنڌي پنهنجي ڪتاب "سنڌ جا عظيم انسان" ۾ هن خاندان جي ٺٽي ۾ آباد "مولوي محلي" جي سڀ کان وڏي بزرگ جو نالو قاضي قاضن پٽ محمد بن قاسم ڄاڻايو آهي. جڏهن ته هالا واري "سانوڻي ملا محلي" جي سڀ کان وڏي بزرگ جو نالو حاجي متين الدين هو، جيڪو دهليءَ کان اچي هالا ۾ آباد ٿيو. هالا پرسان خدا آباد ثاني جوڙائڻ واري عرصي ۾، ميان نور محمد ڪلهوڙي "آخوند سانوڻين جي پاڙي" ۾ هڪ عاليشان مسجد جوڙائي، روايت موجب هن مسجد جو بنياد پرهه ڦٽيءَ مهل آخوند خاندان قرآن جي 70 حافظ عورتن وڌو. اها مسجد اڄ تائين قائم ۽ آباد آهي. انهيءَ خاندان مان لطيف سائينءَ جو هڪ دوست آخوند حاجي متين الدين به هو. لطيف سائينءَ کيس سوڪڙي طور هڪ ميناڻين رنگ جو پنهنجو وڳو ڏنو هو، جيڪو مير عبدالحسن سانگيءَ جي استاد آخوند احمد هالائيءَ (87-1881ع) جي دور تائين وٽن موجود هو. هن خاندان جو قلمي ڪتب خانو ٻين انيڪ شين سان گڏ 57-1955ع واري ٻوڏن ۾ ضايع ٿي ويو. هن ڳوٺ سان راشدين، مخدومن، مولوي عبدالرحيم پيچمي، مولوي احمد ملاح، علامه عمر بن محمد دائود پوٽي، مولانا دين محمد وفائي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جو اچ وڃ وارو تعلق رهيو آهي. ويجهڙائيءَ ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ "تڪلمة الشعراءِ" ۾ هن خاندان جي ڪن فارسي شاعرن جو ذڪر به ڪيو آهي. روزگار سانگي هن ڳوٺ مان ڪيترائي گهر لڏي ٻين شهرن ڏانهن هليا ويا آهن، جن مان زبيدي پاڙو پهرين حيدرآباد ۽ پوءِ ڪراچيءَ ۾ آباد ٿي ويو، جن مان طفيل علي عبدالرحمان، حسن علي عبدالرحمٰن، عبدالجليل زبيدي، ايڊووڪيٽ جميل زبيدي ذڪر جوڳا

آهن. جڏهن تہ نئين جي مغل دور واري گورنر آخوند عبدالسميع سانوٽي هالائيءَ جو خاندان نئين جي عقيلي خاندان جي صورت ۾ اڄ بہ مولوي محلي ۾ موجود آهي. انهن مان پڻ وڏا ناليوارا عالم ۽ اديب پيدا ٿيا آهن. جڏهن تہ مشهور شاعر اللّٰه بخش سرشار عقيلي، ايوب دور جو وزير قانون اين. ايم عقيلي، ڊاڪٽر ممتاز عقيلي، ٽي. وي پروڊيوسر اعجاز عليم عقيلي بہ هن خاندان جا فرد رهيا آهن. ان ڪان سواءِ ويجهڙائي واري دور ۾ آخوند سانوٽي خاندان مان محمد اعظم قريشي، مولوي محمود، پروفيسر محمد علي قريشي، رحمت اللّٰه قريشي، قاضي عبداللّٰه (جنهن جي تعليمي خدمتن کي مد نظر رکي شهيد بينظير ڀٽو جي پهرين دورِ حڪومت ۾ سندس نالي تي لياريءَ ۾ هڪ اسڪول قائم ڪيو ويو) جڏهن تہ سماجي خدمت جي ميدان ۾ جاکوڙيندڙ فهميده قريشي ۽ عبدالحفيظ قريشيءَ جو تعلق بہ هن خاندان سان آهي.

**آخوند عبدالرحمان پيٽي سيتائي:** آخوند عبدالرحمان پيٽي ولد آخوند چٽو پيٽي، سيتا ڳوٺ ۾ 1272هہ/1855ع جنم ورتو. پنهنجي والد بزرگوار کان علم جي تحصيل ڪيائين. اسلامي علمن ۾ ماهر ٿيو ۽ عربي، فارسي تي عبور حاصل ڪيائين. سنو خوش نويس ۽ خطاط بہ هو. سندس ڇڏيل تبرڪن مان هڪ ڪتابچو سندس هٿ اکرن سان لکيل مليو آهي، جنهن ۾ هن محمود نامہ کي پنهنجي هٿ اکرن سان لکيو آهي. هي ننڍڙو فارسي قلمي نسخو سڄو ڪاري مس سان لکيو اٿس. جڏهن تہ فارسي لفظن جي معنيٰ بہ لکي اٿائين، جنهن لاءِ هن ڳاڙهي مس استعمال ڪئي آهي. ان ڪتابچي جو پهريون پنو يعني پهريون غزل زماني جي گردش سبب گم ٿيل آهي. باقي سمورا غزل صحيح سلامت آهن. آخر ۾ هيٺيان لفظ لکي اهو ڪتابچو پورو ڪيو اٿائين.

تمام شد ازدست پرتقصير مسڪين عبدالرحمان

الاهي هر آنڪس ڪہ آنخط نوشت گناهش ڪني عفو بخشي بهشت

ان ڪانپوءِ هي شعر لکيو اٿائين.

مرويسنده راخد اي عليم    برهانيش اي عذاب اليم

آخوند خاندان جو هي فرزند 56 سالن جي عمر ۾ سال 1329هہ/1911ع ۾ رحلت فرمائي ويو. ڪانئس پوءِ سندس ڀاءُ آخوند مولانا اللّٰه بخش پيٽيءَ مڪتب هلايو. محمود نامي جي ڪتابت ۽ معنيٰ ڪانسواءِ سندس ڪافي ذاتي عربي ۽ فارسي تحريرون لکت ۾ موجود هيون، جي پويان سنڀالي نہ سگهيا آهن. ممڪن آهي تہ ڪي چند تحريرون بچيل هجن.

**آخوند محمد صالح پيٽي سيتائي:** آخوند محمد صالح ولد چٽو پيٽي، دادو ضلعي جي قديم ڳوٺ، سيتا وليج ۾ هڪ غريب خاندان ۾ جائو. ننڍي هوندي ئي سندس پيءُ کيس ديني تعليم ڏانهن راغب ڪيو ۽ گهر ۾ ئي تعليم حاصل ڪيائين. ڪجهہ وقت ڪانپوءِ هن کي شڪارپور ويجهو ڳوٺ همايون شريف ۾ مولانا عبدالغفور همايونيءَ جي درسگاهہ ۾ پڙهڻ لاءِ ڇڏيو ويو. اڃا اتي پڙهيو پئي تہ پويان سندس والد ۽ ڪجهہ عرصي کان پوءِ سندس والده وفات ڪري ويا ۽ اهو صدمو ڪانئس برداشت نہ ٿيو ۽ تعليم اڌ ۾ ڇڏي ڳوٺ موٽي آيو. ڪجهہ عرصو پوءِ دربيلي ۾ حديث، فقہ، علم، منطق ۽ علم مناظره وغيره تي دسترس حاصل ڪيائين. ۽ موٽي اچي پنهنجي ڳوٺ ۾ مڪتب قائم ڪري مردن، نينگرن ۽ نياڻين کي تعليم جي زيور سان آراستہ ڪيائين. سادي طبيعت ۽ نياز نوڙت سان پيش ايندڙ آخوند محمد صالح جي پنهنجي همعصر دور جي پڙهيل لکيل ۽ عالم ماڻهن سان گهڻي ويجهڙائي هوندي هئي. جن سان علمي ڪچهريون ڪرڻ سندس اهم مشغلن ۾ شامل هوندو هو. هن صاحب علم قرآن پاڪ جو مڪمل قلمي نسخو پنهنجي هٿن سان لکيو. جيڪو سندس لائق فرزند بشير سيتائيءَ تحقيق جي شاگردن لاءِ سنڌالاجيءَ ۾ جمع ڪرايو آهي تہ جيئن آخوند محمد صالح جو ڪيل پورهيو قبول پوي.

**آخوند مولانا چٽو پيٽي سيتائي:** سيتا ڳوٺ ۾ پيٽين جي مدرسي جو بنياد انگريز دور حڪومت کان اڳ جو پيل هو پر آخوند مولانا چٽي پيٽيءَ ان مدرسي جو نئين سر نصاب ۽ نظام مقرر ڪري ان کي باقاعده ۽ منظم بڻايو هو. آخوند چٽي جو جنم سندس خانداني روايت مطابق 1247هہ/1831ع ۾ ٿيو. جڏهن تہ سندس وفات جو سال 1317هہ/1899ع چيو وڃي ٿو. آخوند مولانا چٽي پيٽيءَ جي والد بزرگوار جو نالو آخوند گاهي هو. ديني تعليم ۽ عربي فارسي زبان سان لڳاءُ کيس خانداني ورثي طور مليل هو. هو ڪيترا سال درس ۽ تدريس جو ڪم ڪندو رهيو ۽ پڻ پنهنجي علائقي ۾ ڪيترن شاگردن کي تعليم جي روشنيءَ سان منور ۽ فيضياب ڪيو ۽ پنهنجي وقت جا بهترين معلم مدرس ۽ عالم پيدا ڪيا.

اولاد ۾ کيس پهريائين هڪ نياڻي پيدا ٿي ۽ ان کان پوءِ ست پٽ ترتيبوار: عبدالرحمان، الهہ بخش، محمد صالح، الهڏنو گاهي، عبدالرحيم ۽ دائود پيدا ٿيا. سندس ستن پٽن مان چار پٽ علم ۽ فضيلت سان بهرور ٿي 'آخوند' جي لقب سان مشهور ٿيا، جهڙوڪ: آخوند عبدالرحمان پيٽي، آخوند اللّٰه بخش پيٽي، آخوند محمد صالح پيٽي، آخوند محمد دائود پيٽي. اهي چارئي پنهنجي دور جا عالم، فاضل، معلم ۽ مدرس بڻيا. اهي عالم دين نہ رڳو ديني علمن ۾ يڪتاءِ روزگار هئا، بلڪ بهترين خوش نويس ۽ خطاط پڻ هئا. انهن جا ترڪي ۾ ڇڏيل ڪجهہ قلمي نسخا مليا آهن. جيڪي سندن بهترين خوش نويسيءَ ۽ رسم الخط جا اعليٰ نمونا آهن. سندن ڪيترا قيمتي ڪتاب ۽ علمي آثار زماني جي گردش جي ور چڙهي ويا. ان ڪري هن علمي درسگاهہ جو هڪ پورو دور آخوند محمد دائود پيٽيءَ ڪانپوءِ پنهنجي پڄاڻيءَ تي پهتو، جنهن جي وفات 1973ع ۾ ٿي. آخوند مولانا چٽي پيٽيءَ جون ڪيل ديني ۽ علمي خدمتون ۽ سندس اولاد طرفان هڪ صديءَ جي عهد تائين سندس ٻاريل لاٽ کي قائم رکڻ واريون ڪوششون تاريخ ۾ يادگار رهنديون.

**آداب المريدين (ڪتاب):** پير سيد محمد راشد روضي ڌڻيءَ جو تصنيف ڪيل هيءُ ڪتاب حافظ محمد يوسف پنيري ترجمو ڪري، ترتيب ڏنو آهي. هن ڪتاب ۾ ادب ۽ آداب جي معنيٰ ۽ مفهوم، ادب بابت صوفين جا ارشاد، اسلام ۾ ادب جي اهميت، بارگاهِ الاهي، دربارِ رسالت، مرشد جي دربار جا آداب، تصوف جي ڪتابن ۾ مريدن جا آداب ۽ ان سلسلي ۾ عربي فارسي ۽ سنڌيءَ ۾ موجود مواد تي مشتمل هڪ اهم علمي، ادبي، روحاني ۽ عرفاني ڪتاب آهي. هن ڪتاب جي قلمي نسخي جي پهرين صفحي تي پير محمد راشد روضي ڌڻيءَ جو هٿ اکري عڪس بہ ڏنو ويو آهي. فاضل مترجم ۽ مرتب وڏيءَ محنت سان هن ڪتاب ۾ ڪتابيات/ ببليوگرافي بہ ترتيب ڏني آهي. 126 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 90 روپيا آهي، جيڪو سڪندريہ پبليڪيشن درگاهہ مبارڪ پير سائين پاڳارا، طرفان 2007ع ۾ شايع ڪيو ويو.



**آديسي اُٿي ويا** (ڪتاب): نامور اديب ڊاڪٽر نواز علي شوق جي تصنيف ٿيل هن ڪتاب ۾ سنڌ جي انهن مشهور شاعرن زندگي جو ذڪر ۽ سندن ڪلام جون خوبيون ۽ خاميون بيان ڪيل آهن، جيڪي اڪثر غزل جا شاعر آهن ۽ پنهنجي دؤر جا مشهور شاعر رهيا آهن. انهن ۾ محمد عاقل عاقلي، مولوي احمد ملاح، حافظ حيات شاهه، محمد صديق مسافر، لعل چند مجروح، ڪشنچند بيوس، حافظ عبدالله 'بسمل'، آغا غلام نبي صوفي، حيدر بخش جتوئي، لطف الله بدوي، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، خليفو محمد اختر هالائي ۽ ٻيا شاعر شامل آهن. ڊاڪٽر صاحب هي ڪتاب بشير حامد ناز پريس مان ڇپرائي، ڪافي پبليڪيشن، C-71 اسٽاف ٽائون ڪراچي يونيورسٽيءَ مان پڌرو ڪيو. 112 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت پنج روپيا آهي ۽ 1981ع ۾ شايع ٿيو.




**آرڪائيوز**: آرڪائيوز يوناني ٻوليءَ جي لفظ (Archeion) مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ انسائيڪلوپيڊيا آف لائبريري ۽ انفارميشن سائنس ۾ هن طرح بيان ڪئي وئي آهي:

Archives defined as the records of any institution, public or private, preserved because of their value.

[ڪنهن سرڪاري يا غير سرڪاري اداري جو رڪارڊ، جنهن ڪي ان جي اهميت سبب محفوظ ڪيو ويو هجي.]

آرڪائيوز انهن دستاويزن کي چئبو آهي، جن جي تاريخي ۽ تحقيقي حيثيت هجي ۽ انهن کي سرڪاري دستاويزي مرڪزن يا محڪمن، قومي يا صوبائي دستاويزي ادارن يا تحقيقي ڪتبخانن ۾ منتقل ڪيو ويو هجي ۽ هڪ خاص مدي گذرڻ بعد عوام کي تحقيق ڪرڻ جي لاءِ فراهم ڪيا وڃن يا انهن کي ڇپرائي عوام تائين پهچايو وڃي، جيئن هو انهن مان فائدو حاصل ڪري سگهن: يا ڪو منظم ادارو، سرڪاري يا خانگي ادارن مان حاصل ڪيل تاريخي رڪارڊ کي خاص طرح سان منظم انداز ۾ تشريح ۽ ترتيب سان رکي ۽ پڙهندڙن کي مطالعي لاءِ ڏئي. انگريز ماهر سر هلاري جنڪنسن (Sir Hilary Jinkinson) جنهن کي انگريزي آرڪائيوز جو ابو پڻ چيو ويندو آهي، آرڪائيوز جي وصف هن طرح بيان ڪئي آهي:

"روزاني وهنوار هلائڻ دوران انتظاميا يا ڪاروبار هلائيندڙ ڪاموري (سرڪاري يا خانگي) جي انتظامي ڪمن ڪارين سبب وجود ۾ آيل دستاويز، جيڪي استعمال ڪرڻ لاءِ محفوظ ڪيا وڃن، يعني اهي ڪاغذ/دستاويز جيڪي روزاني ڪم ڪار سبب وجود ۾ اچن ۽ پوءِ حوالي طور يا تحقيق ڪرڻ لاءِ حفاظت سان رکيا وڃن، جيئن انهن مان ضرورت پوڻ تي معلومات حاصل ڪري سگهجي: يا اهڙو مواد جيڪو عوامي هجي يا ڪنهن جو ذاتي هجي يا ابن ڏاڏن کان حاصل ڪيل هجي، ان کي آرڪائيوز چئجي ٿو."

**آرڪائيوز جو ۽ ڇا لاءِ؟**

هر قوم پنهنجي مستقبل جي تعمير پنهنجي ماضيءَ جي واقعن ۽ تجربن جي روشنيءَ ۾ ڪندي آهي. آرڪائيوز جيڪي عام طرح تحرير جي شڪل ۾ هوندا آهن. ڪنهن ملڪ جي تعمير ۽ ترقي، ڪنهن قوم جي عروج ۽ زوال، ڪنهن تهذيب جي ارتقا، ڪنهن معاشري جي ثقافت، طرز زندگي ۽ لاهن چاڙهن جي عڪاسي ڪندا آهن.

**آرڪائيوز جي اهميت**: اڄ جي دنيا ۾ آرڪائيوز جي اهميت کان سڀئي مهذب ۽ ترقي يافته قومون بخوبي واقف آهن ۽ پنهنجي اهم تحريرن ۽ دستاويزن کي محفوظ ڪنديون رهنديون آهن، ڇاڪاڻ ته اهي تحريرون نظرين، تصورن، تجربن ۽ ڪارنامن جو ثبوت آهن، جن جي ذريعي ماضيءَ جو مڪمل جائزو حاصل ڪري سگهجي ٿو.

**شهادتي اهميت**: آرڪائيوز اداري/شخص جي بناوت، ڪم، طريقيڪار ۽ ڪارڪردگيءَ جو ثبوت فراهم ڪن ٿا، جن جي ڪري انهن جو جنم ٿئي ٿو.

**انتظامي اهميت**: آرڪائيوز جنم ڏيندڙ اداري جي انتظام ۽ انتظاميه متعلق مڪمل ڄاڻ فراهم ڪري ٿو ۽ انهن جي روشنيءَ ۾ مستقبل جي منصوبن لاءِ رهنمائي پڻ حاصل ڪري سگهجي ٿي.

**قانوني اهميت**: آرڪائيوز ڪنهن به قانوني فيصلي ڏيڻ ۾ رهنمائي ڪري ٿو، اڳ ٿيل قانوني فيصلن کي حوالي طور استعمال ڪري سگهجي ٿو.

**دستاويزي اهميت**: ڪنهن به معاملي ۾ دستاويزي ثبوت طور پيش ڪري سگهجي ٿو.

**اطلاعي قدر ۽ قيمت**: آرڪائيوز ۾ موجود مواد کي حوالي طور پيش ڪري سگهجي ٿو.

**تاريخي اهميت**: آرڪائيوز جنم ڏيندڙ اداري، ملڪ يا فرد جي مڪمل تاريخ فراهم ڪن ٿا.

**آرڪائيوز جا گروپ**: عام طور آرڪائيوز کي ٽن خاص گروپن ۾ ورهايو ويو آهي، اهي گروپ آرڪائيوز ۽ انهن کي محفوظ ڪندڙ ادارن جي دائري متعلق معلومات فراهم ڪن ٿا ۽ انهن گروپن جي روشنيءَ ۾ انهن ادارن ۾ موجود آرڪائيوز جي قسم ۽ واسطيداريءَ متعلق معلومات حاصل ڪري سگهجي ٿي، اهي گروپ هي آهن:

**سرڪاري آرڪائيوز**: سرڪار جو اهو ادارو، جنهن کي قانوني طور سرڪاري دستاويزن جي سنڀال جي ذميداري سونپيل هجي ۽ اهو دستاويز محفوظ ڪري رکي، جيئن نيشنل آرڪائيوز آف پاڪستان، اسلام آباد ۽ صوبائي آرڪائيوز جا ادارا.

**ان هائوس آرڪائيوز**: ڪنهن به اداري/جماعت جو اهو حصو، جنهن کي ان اداري/جماعت پنهنجو رڪارڊ/مواد محفوظ ڪرڻ جون ذميواريون ڏنيون هجن ۽ ان سان گڏ اهو ادارو پاڻ جهڙن ٻين ادارن جو رڪارڊ به پاڻ وٽ محفوظ رکي، ان کي ان هائوس آرڪائيوز چئجي ٿو، جيئن فارين آفيس آرڪائيوز، اسلام آباد.

**گڏ ڪيل/جمع ڪيل آرڪائيوز**: ڪو ادارو يا ڪنهن اداري جو اهڙو حصو جنهن جو خاص مقصد ۽ ڪم دستاويزن کي گڏ ڪرڻ هجي، پوءِ اهي چاهي ڪنهن اداري، جماعت، خاندان يا ڪنهن خاص شخص جا هجن يا ڪنهن خاص موضوع تي هجن. ان کي گڏ ڪيل آرڪائيوز چيو ويندو آهي. جيئن، مخطوطن جي لائبريري، يا اهڙا ڪي ٻيا ادارا جيڪي ڪنهن خاص موضوع متعلق مواد محفوظ ڪرڻ لاءِ قائم ڪيا ويا هجن.

**پاڪستان ۾ آرڪائيوز جي شروعات**: پاڪستان ۾ آرڪائيوز جي شروعات هسٽاريڪل رڪارڊ ۽ آرڪائيوز ڪميشن جي قيام سان ٿي: جيڪا پاڪستان ٺهڻ کان هڪدم پوءِ سال 1948ع ۾ جوڙي وئي. هن ڪميشن جي سفارشن تحت 1951ع ۾ ڪراچيءَ ۾ ڊائريڪٽوريٽ آف آرڪائيوز ۽ لائبريرز جو قيام عمل ۾ آيو. هن اداري کي شروعات ۾ وزارت تعليم جي ماتحتيءَ ۾ ڏنو ويو. 1973ع ۾ آرڪائيوز جي اهميت

جي پيش نظر ان کي لائبررين کان ڌار ڪري الڳ شعبو وزارت سياحت ۽ ثقافت جي ماتحتيءَ ۾ اسلام آباد ۾ قائم ڪيو ويو ۽ ان سان گڏ صوبائي آرڪائيوز جي مرڪزن کي پڻ صوبائي گاديءَ جي هنڌن تي قائم ڪيو ويو. 1993ع ۾ وفاقي حڪومت باقاعدي هڪ قانون پاس ڪيو. جنهن کي نيشنل آرڪائيوز آف پاڪستان جو ايڪٽ (سال 1993ع جو ايڪٽ نمبر 6) جو نالو ڏنو ويو. جنهن ذريعي آرڪائيوز کي وسيع بنيادن تي ڪم ڪرڻ لاءِ قانوني مدد ملي وئي.

**آرڪائيوز ڪهڙا آهن:** نيشنل آرڪائيوز آف پاڪستان جي ايڪٽ جي سيڪشن- 2 ۾ آرڪائيوز جي متعلق مڪمل وضاحت ڪيل آهي، ايڪٽ جي سيڪشن- 2 جي سب سيڪشن "e" تحت پبلڪ رڪارڊ/ آرڪائيوز جي وضاحت هن طرح ڪيل آهي:

**سيڪشن 2 حصو "e" (الف):** ڪاغذ، دستاويز، ليک، رجسٽر، ڇپيل مواد، ڪتاب، نقشا، ڊرائنگ، ڪمپيوٽر رڪارڊ، تصويرون، مائڪرو فلمون، دستاويزي فلمون، آواز ۽ تصويري رڪارڊنگس (ڪنهن به قسم جون)، سرڪاري طرح مليون هجن يا ڪنهن سرڪاري اداري پنهنجي ڪم ڪار لاءِ ناهيا هجن يا ڪنهن سرڪاري اداري، آفيسر يا ملازم پنهنجي سرڪاري ڪم جي سلسلي ۾ ناهيا هجن ۽ ان سان گڏ وفاقي حڪومت جي ڪنهن ڪميشن يا ڪاميٽيءَ سان تعلق رکندڙ هجن، ان کي پبلڪ رڪارڊ چئبو.

**سيڪشن 2 حصو "e" (ب):** ڪي به دستاويز، ڪتاب، پمفليٽ، رسالا، خط، هينڊ آئوٽ، سرڪاري اخبارون، اخبار، جرنل، فائيل، مخطوطا ڇپيل هجن، لکيل هجن يا ٽائپ ڪيل ۽ ٻيو تاريخي ۽ قومي آرڪائيول مواد، جيڪو پاڪستان لاءِ اهميت وارو هجي ۽ اهو ڊائريڪٽر جنرل، نيشنل آرڪائيوز آف پاڪستان لاءِ حاصل ڪيو ويو هجي.

**سنڌ آرڪائيوز (Sindh Archives):** انگريز دؤر ۾ سنڌ حڪومت پراڻي سرڪاري رڪارڊ ۽ ٻين تاريخي دستاويزن کي محفوظ رکڻ لاءِ سنڌ آرڪائيوز جو عمل ۾ آندو. هي ادارو سنڌ جي قومي دستاويزن جو محافظ ادارو آهي، جنهن ۾ سنڌ جي تاريخ ۽ ثقافت بابت مواد گڏ ڪيو ويو آهي. سنڌ آرڪائيوز 1853ع ۾ چيف ڪمشنر سنڌ جي هٿ هيٺ هڪ مرڪزي رڪارڊ روم طور قائم ٿي. ان وقت ۾ ڪمشنر ئي سنڌ جو ڪرتا ڌرتا هوندو هو. سنڌ جي اڳوڻي ڪمشنر بارٽل فريئر 1820ع کان سنڌ جو رڪارڊ، قديم دستاويز، نقشا، گزيٽيئر، تاريخ ۽ ڪلچر بابت مواد محفوظ ڪرڻ شروع ڪيو. هن رڪارڊ روم کي ڪيترا ڀيرا وسعت ڏني وئي. ۽ ان قيمتي رڪارڊ کي آخري ڀيرو ڪمشنر آفيس (موجوده گورنر هائوس جي عمارت) ۾ 1936ع ۾، سنڌ جي بمبئي پرڳڻي کان جدائيءَ بعد آندو ويو.

قيام پاڪستان بعد جڏهن ايوبي مارشل لا ختم ٿي ۽ پيپلز پارٽيءَ جو پهريون جمهوري دور آيو. تڏهن ڊاڪٽر غلام علي الانا، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ۾ سنڌ آرڪائيوز قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. انهي زماني ۾ تعليم کاتي جي هٿ هيٺ ڪلچرل سيل ڪم ڪندو هو. اڳوڻي وزير تعليم پيار علي الانا ۽ عبدالحميد آخوند جي ڪوشش سان تعليم کاتي کان ڪلچرل سيل ڌار ڪرائي، ثقافت، سياحت، راندين، ۽ نوجوانن جي معاملن وارو کاتو قائم ڪرايو ويو. اهڙي طرح 1977ع ۾ سنڌ آرڪائيوز، ثقافت ۽ سياحت کاتي جي هٿ هيٺ هڪ ڊائريڪٽوريٽ طور قائم ٿي. ان جي قائم ٿيڻ بعد اڳوڻي ڪمشنر سنڌ جي آفيس وارو سمورو رڪارڊ 1992ع ۾ سنڌ آرڪائيوز جي موجوده عمارت ۾ منتقل ڪيو ويو.




سرڪاري رڪارڊ سان گڏ هڪ ريسرچ لائبرري به قائم ڪئي وئي. ڪيترن عالمن جهڙوڪ: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر نبي بخش جي. قاضي، پير حسام الدين راشدي، جهامنداس پاٺيا، حميد هارون، پير علي محمد راشدي، سوڀي گيانچندائي ۽ ٻين جون ذاتي لائبريريون ۽ قديم نسخا، سنڌ آرڪائيوز کاتي خريد ڪري ورتا. ان ڏس ۾ ثقافت ۽ سياحت کاتي جي اڳوڻي سيڪريٽري عبدالحميد آخوند سنڌ آرڪائيوز کاتي کي مستحڪم ۽ فعال ڪرڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو. هن وقت سنڌ آرڪائيوز جي لائبريءَ ۾ سنڌ ۽ پاڪستان جي تاريخ ۽ ثقافت بابت تمام وڏو مواد موجود آهي. سنڌ آرڪائيوز، ثقافت ۽ سياحت کاتي جي سيڪريٽرين عبدالحميد آخوند کان وٺي، گل محمد عمراڻيءَ جي دور تائين کاتي جي ماتحت رهي، پر 1993ع ۾ جڏهن ماهتاب اڪبر راشدي، اطلاعات کاتي سنڌ جي سيڪريٽري ٿي ته سنڌ آرڪائيوز، اطلاعات کاتي سنڌ جو حصو بڻجي وئي ۽ ان وقت کان وٺي اڄ تائين سنڌ آرڪائيوز اطلاعات کاتي جي هٿ هيٺ ڪم ڪري رهي آهي. 2003ع کان 2005ع تائين سنڌ آرڪائيوز جو ڊائريڪٽر ڊاڪٽر ڪليم لاشاري رهيو. جنهن هن اداري جي ترقيءَ لاءِ دلچسپيءَ سان ڪم ڪيو. هن اداري لاءِ ڪجهه اسڪيمون منظور ٿيون. پر ڪجهه عرصي لاءِ ڊائريڪٽر جي غير موجودگيءَ سبب التوا ۾ رهيون. جڏهن آڪٽوبر 2005ع کان اقبال نفيس خان سنڌ آرڪائيوز جو ڊائريڪٽر مقرر ٿيو ته ترقياتي رٿن تي ٻيهر ڪم شروع ٿيو. هن وقت تائين آرڪائيول رڪارڊ ڪمپيوٽرائيز ٿي چڪو آهي. 50 سيڪڙو ڪتابن جي ڪيٽلاگنگ ٿي چڪي آهي ۽ 0.6 ملين دستاويز ۽ نسخا اسڪين ڪيا ويا آهن. سنڌ آرڪائيوز پاران ڪيترا اهم ڪتاب به ڇپجي چڪا آهن.

**آرمسٽرانگ، نيل** (Armstrong, Neil): دنيا جو پهريون آمريڪي خلاباز جنهن چنڊ تي پهريون قدم رکيو. هن 1930ع ۾ جنم ورتو. ڪيليفورنيا يونيورسٽي مان تعليم حاصل ڪيائين.



1949ع کان 1952ع تائين آمريڪي بحريه ۾ پائلٽ جي حيثيت سان خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو. هن ڪوريا جي جنگ ۾ شرڪت ڪئي. 1955ع ۾ آمريڪي خلائي تحقيقي اداري ناسا (NASA) ۾ ريسرچ پائلٽ جي حيثيت سان ڪم ڪيائين. سال 1962ع ۾ کيس خلائي سفر لاءِ منتخب ڪيو ويو. 1966ع ۾ خلائي جهاز جيمنين ائين جو ڪمانڊ پائلٽ هو. 16 جولاءِ 1969ع تي اپالو يارهن خلائي جهازن جي ذريعي چنڊ طرف روانو ٿيو ۽ 20 جولاءِ 1969ع تي چنڊ تي قدم

رڪيائين. آرمسٽرانگ کي 16 ملڪن طرفان اعزاز ۽ تمغا ڏنا ويا. 1971ع ۾ يونيورسٽي آف سِن سِن نيٽي (رياست اوهايو) ۾ انجنيئرنگ جو پروفيسر مقرر ڪيو ويو. آرمسٽرانگ آمريڪا جي ڪيترين ئي هوا باز تنظيمن جو اعزازي ميمبر رهيو آهي.

**آرمينيا** (Armenia) : آرمينيا اتر- اوڀر ايشيا جي ڪوچڪ ۽ ڏکڻ-اولهه ٽرانس ڪاڪيشيا جو هڪ تاريخي علائقو آهي، جيڪو ترڪيءَ جي اتر اوڀر ۾ واقع آهي. جنهن جي پکيڙ تقريباً ساڍا يارهن هزار چورس ميلن تي پکڙيل آهي. آرمينيا ڪنهن وقت روس جي رياست به رهيو آهي. هن جي آبادي چاليهه لک کان مٿي آهي. آرمينيا جو اڪثر حصو پهاڙي آهي. چيو وڃي ٿو ته طوفان نوح ڪانپوءِ حضرت نوح جو ٻيڙو اچي هتي لٿو. هتان جي آبهوا پاڪستان جي آبهوا سان مشابهت رکي ٿي. هتان جا رهواسي مشرقي قوم جي نسل مان آهن. جيڪي انڊو يورپين ماڻهن سان گڏجي ويا آهن. هتان جي مقامي زبان فارسي سان ملندڙ جلندڙ آهي. آرميني حڪومت ستين صدي ق. م ۾ قائم ٿي. 505 ق.م ۾ سائرس اعظم ان کي ايراني سلطنت ۾ شامل ڪيو. جڏهن سڪندراعظم 330 ق.م ۾ ايران فتح ڪيو ته سلوڪسي (Selevcid)، سلطنت جو حصو بڻجي ويو. (سلوڪس سڪندراعظم جو هڪ جرنيل هو). سڪندراعظم جي وفات بعد سندس جرنيلن ان جي حڪومت پاڻ ۾ ورهائي ڇڏي. سلوڪس جي حصي ۾ شام ۽ اوڀرندي حصي وارا علائقا آيا. هتي سلوڪس خاندان 312 ق. م کان 364 ق. م تائين حڪومت ڪئي.




ٻي صدي ق.م ۾ روم ۽ سلوڪسي حڪومتن ۾ جنگ لڳي. ان عرصي دوران آرمينيا آزاد ملڪ بڻجي ويو. آرمينيا 94 ق.م کان 56 ق. م تائين مشرق قريب جي سيني حڪومتن کان طاقتور حڪومت هئي. ان کي دنيا جي سڀ کان قديم عيسائي مملڪت چيو ويندو هو. چاڪاڻ ته 300ع ۾ هتان جي بادشاهه ترمي دانس عيسائيت کي سرڪاري مذهب قرار ڏنو هو. اٺين صدي عيسويءَ ۾ هي ملڪ عربن جي قبضي هيٺ اچي ويو. يارهين صدي عيسويءَ ۾ سلجوقين ان تي قبضو ڪيو. آرمينيا سورهين صديءَ ۾ ترڪ سلطنت عثمانيه جو حصو بڻجي ويو. آرمينيا جي ڪجهه حصي تي روس ۽ ايران جو به قبضو رهيو. پهرين جنگ عظيم ۾ ترڪيءَ کي شڪست ملي، 1917ع ۾ روس ۾ سوشلسٽ انقلاب بعد 1918ع ۾ آرمينين پنهنجي آزاد حڪومت قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر 1920ع ۾ ترڪيءَ ۽ روس جي حڪومتن ٻيهر ان تي قبضو ڪري ورتو.

**آريڙو**: پنوعاقل کان اوڀر تي اروڙ کان 16 ميلن جي مفاصلي تي مشهور قلعي ۽ شهر آريڙي جا نشان ۽ آثار اڃا تائين موجود آهن. هي وڏو قلعو ان پراڻي سڙڪ تي هو جيڪا قديم شهر 'وس' ڏانهن ويندي هئي. هي شهر ناري جي ڪپ تي آباد هو. ناري جا نشان ۽ ڍورا اڄ به ٻلهڻي ۽ جوٽاس جي پاسي موجود آهن ۽ پرپاسي ۾ ڪيترائي ڍورا آهن. نارا يا ڍورا سنڌو نديءَ جا گهاٽ يا ننڍيون نديون آهن. جن جا آثار مختلف جاين تي موجود آهن ۽ اهي هاڪڙي درياهه کي سنڌو درياهه سان ملائيندا هئا. ان پٽيءَ تي ٻيا قديم شهر ٻلهڻي، اڏ لکي، گروڙ، گراهڻ، ڪرنجي، مامڙو، منڙائو، گهيٽي، گهوٽهڙو آهن. گهوٽهڙو پني عاقل تعلقي جو آخري ڦٽل شهر آهي، جتان پارت جي علائقي جيسلمير جي حد شروع ٿئي ٿي. چچ نامي ۾ جنهن چترور جو ذڪر ڪيو آهي، اهو آريڙي وارو هنڌ هو جنهن جو اروڙ سان خاص تعلق هو. راجا ڏاهر جي پٽ اروڙ جي فتح کان پوءِ آريڙي ڏانهن هڪ سرنگهه رستي آيو هو ۽ هتي پناهه ورتي هئائين. هي قديم شهر سومرن جي دؤر ۾ ڦٽي ويو ۽ هاڻي آري مقام نالي قبرستان ۽ آريڙي نالي ڳوٺ جي صورت ۾ موجود آهي. آريڙي جي پرسان هڪ ٻيو ڦٽل ڳوٺ 'ٿمي' به موجود آهي، جنهن جون مقامي ماڻهن لاءِ مختلف ڏند ڪٿائون آهن.

**آزاد** (اخبار): هي روزاني اخبار هئي، 1940ع ڌاري حاجي الله بخش سومري جي سرپرستيءَ هيٺ نڪرندي هئي، گوبند مالهي ۽ قادر بخش اخبار جا مددگار هئا. هن اخبار جو پهريون ايڊيٽر مولانا عبدالڪريم چشتي هو. مولانا دين محمد وفائي ۽ رحيم داد خان مولائي شيدائي به هن اخبار جا ايڊيٽر ٿيا، بعد ۾ هي اخبار هفتيوار اخبار بڻي، گوبند لوڪرام پاتيا به هن اخبار جو ايڊيٽر ٿي رهيو.

**آزاد بلگرامي**: شاعر، محقق ۽ محدث آزاد بلگراميءَ جو اصل نالو غلام علي هو. هو 1704ع ڌاري لکنؤ جي ڄاتل سڃاتل سادات خاندان ۾ پيدا ٿيو. هُو عبدالجليل بلگرامي جو پاٽيجو هو ۽ ان کان ئي ديني ۽ ادبي تعليم ورتائين. حرمين شريف ۾ رهائش دؤران شيخ محمد حيات سنڌيءَ کان حديث جو علم سکيائين ۽ سند حاصل ڪيائين. ڪجهه وقت سيوهڻ ۾ اچي رهيو ۽ پوءِ حيدرآباد دکن ۾ نواب ناصر جنگ (شهيد) جو صلاحڪار ۽ استاد رهيو. اهڙيءَ طرح سنڌ، پنجاب ۽ حيدرآباد دکن ۾ کيس عزت جي نظر سان ڏٺو ويندو هو ۽ سندس علم جي واکاڻ هئي. پنهنجن ڪتابن ۾ اتان جا دلچسپ واقعا قلم بند ڪيا اٿس. کيس عربي ٻوليءَ تي دسترس حاصل هئي، عربيءَ ۾ سندس ڪيترائي قصيدا ۽ ديوان موجود آهن. هن صحيح بخاريءَ جي ڪجهه بابن جي شرح به لکي ۽ ڪتاب سبحة المرجان (هندستان جي آثارن متعلق) لکيو. جنهن ۾ هندستان جي مسلمانن بابت سٺي معلومات درج ڪئي. پاڻ فارسيءَ جو به وڏو ڄاڻو هو. ڪيترائي ڪتاب لکيائين. جن ۾ ماثر الڪرام (ٻه حصا)، 'خزينة عامره' جنهن ۾ ان دؤر جي فارسي شاعرن ۽ سندن زندگين بابت تفصيلي معلومات شامل آهي. سندس فارسي ديوان کان سواءِ ماثر الامراء (شاهه نواز خان) گهڻي مقبوليت ماڻي، جنهن کي هندستان جي مغلن جي تاريخ جو هڪ اهم ڪتاب شمار ڪيو ٿو وڃي. هن 1786ع ڌاري وفات ڪئي.

**آزاد پبليڪيشن شڪارپور**: آزاد پبليڪيشن جو باني عطا الله پٺو هو. جنهن 1966ع ۾ هيءَ پبليڪيشن قائم ڪري سلسليوار 'مهراڻ ڊائجسٽ' جي سيريز جاري ڪئي. 'مهراڻ ڊائجسٽ' جو مرتب اين. ايچ پٺو هو. هن ڊائجسٽ ۾ ملڪي، تاريخي، ادبي ۽ نفسياتي موضوعن تي مواد شايع ڪيو ويندو هو. هڪ سال کان پوءِ 'آزاد پبليڪيشن' ۽ 'مهراڻ ڊائجسٽ' جي اشاعت بند ٿي وئي.

**آزاد صوفي**: آزاد گل محمد صوفي جو اصل نالو سليمان ميمڻ هو ۽ بکيرا شريف جو رهاڪو هو. آزاد صوفي شاعري ۽ نثر ٻنهي صنفن تي طبع آزمائي ڪئي. سندس ڇپيل ڪتابن ۾ "جاگرافي عمرڪوٽ ۽ ڇاڇرو" ۽ "حضرت عبدالقادر جيلاني" تمام گهڻو مشهور آهن. ان ڪانسواءِ بکيرا شريف

مان ”صوفي گزيٽ“ نالي هڪ اخبار پڻ جاري ڪيائين. صوفي گل محمد پيشي جي لحاظ کان استاد هو ۽ ٽنڊي الهيار جي پرائمري اسڪول ۾ استاد جي حيثيت سان خدمتون سر انجام ڏنائين. صوفياڻي طبيعت رکندڙ آزاد صوفي کي سنڌيءَ کانسواءِ انگريزي، اردو، فارسي ۽ عربي ٻولين تي پڻ عبور حاصل هو. هن بکيرا شريف ۾ پنهنجي ذاتي لائبريري قائم ڪئي، جنهن ۾ مختلف موضوعن تي هزارين ڪتاب موجود هئا. حڪمت کان به واقف هو ۽ ٽنڊي الهيار ۾ 1950ع ڌاري بکيرا شريف ۾ هڪ غير سرڪاري شفا خانو هن جوڙيو هو. جتي آزاد صوفي في سبيل الله علاج ڪندو هو. آزاد صوفي، 1971ع ۾ وفات ڪئي، سندس آخري آرام گاهه بکيرا شريف ۾ ئي آهي.

**آزادي اعلان اسان جو (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب شهيد غلام رسول مستاني جي شاعريءَ جو مجموعو آهي. مستانو هڪ پورهيت ۽ اڻ پڙهيل هو ۽ في البديهه شعر چوڻ ۾ ڪمال رکندو هو هن جي سڄي شاعريءَ ۾ هارين، پورهيتن ۽ قومي آجپي وارو فڪر سمايل آهي. هي ڪتاب ”سنڌي ٻولي سٿ“ حيدرآباد، سنڌ طرفان 1988ع ۾ ڇپايو ويو. هي ڪتاب پڪي جلد، رنگين ٽائيٽل سان 84 صفحن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جي قيمت 10 روپيا آهي. ڪتاب جو مهاڳ عبدالحفيظ قريشيءَ لکيو آهي.




**آس (اخبار):** سنڌي روزاني اخبار ’آس‘ 18 آگسٽ 2006ع کان حيدرآباد مان نڪرڻ شروع ٿي. هن اخبار جو باني عبدالمجيد راجپوت عرف ’امريٽي‘ آهي. هن اخبار جو پهريون چيف ايڊيٽر محمد ياسر مجيد، ايڊيٽر ايم. اي لغاري، نيوز ايڊيٽر نظير لغاري ۽ ايڊيٽوريل انچارج قربان شيخ هو. هن وقت ان اخبار جو چيف ايڊيٽر صابر فياض آهي، جيڪو اڳ ۾ ”خبرون“ اخبار جو ايڊيٽر هو.




ڇهن رنگن ۽ ڇهن صفحن تي ڇپجندڙ هيءَ اخبار ڳاڙهي ڪاتي، حيدرآباد مان ڇپجي پڌري ٿئي ٿي ۽ هن اخبار جا مختلف موقعن تي خاص ايڊيشن به نڪرندا رهندا آهن.

**آسا (سُر):** شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ جي رسالي جا سڀ سُر پنهنجي پنهنجي هڪ الڳ حيثيت ۽ اهميت رکن ٿا، انهن سرن مان سر آسا عارفانه فڪر جي اعليٰ معيار وارو سر آهي، جنهن ۾ شاهه سائينءَ وحدت ۽ ڪثرت جي ويچار جو اعليٰ پيماني تي اپٽار ڪئي آهي. هن سر ۾ انسان جي سرڪش نفس کي قابو ڪرڻ جو تاڪيد به ڪيل آهي ته اعليٰ اخلاق جو سبق به ڄاڻايل آهي. هن سر ۾ انسان کي پاڻ سڃاڻڻ جو ڏس ڏنل آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سر آسا جي معنويت ۽ حقيقت بابت لکي ٿو ته: ”سر آسا هڪ وڏو معنوي سر آهي، جنهن ۾ مجاز ۽ حق بابت ڳُوڙها معنوي اشارا ڏنل آهن. سر ۾ ڪنهن روايتي پس منظر ۽ ماحول بدران تصوف جي رازن رمزن وارو فڪر سمايل آهي، جنهن ۾ مجازي حقيقت جي مثالن، صوفياڻي فڪر جي اشارن ۽ سالڪن جي سلوڪ وارين منزلن ۽ مرتبن جا اهڃاڻ ڏنل آهن. ”جڏهن ته هن سر بابت غلام محمد شهواڻي لکي ٿو ته: ”شاهه صاحب هن سر ۾ حرص ۽ هَوس کان پناهه گهري ٿو ۽ نفس کي ڏاڻوڻ ڏئي قابو رکڻ جي رمز ٻڌائي آهي“. خداوند ڪريم انسان جي آزمائش ۽ امتحان وٺڻ لاءِ هن کي حرص ۽ هَوس جي مڪان ۾ موڪلي ارشاد فرمايو ته نفس جي چنبي ۾ نه اچجان، بلڪ سڌي راهه وٺجان ۽ پنهنجو پاند نفساني خواهشن ۾ نه ڦاسائجان:

مون کي مون پرين، ٻڌي وڌو ٻار ۾،
ايا ائين چون، مچڻ، پاند پسائين.

لطيف سائينءَ جي هن سر ۾ انسان کي پاڻ سڃاڻڻ، خودي مارڻ، عبد جو محبوب سان تعلق، پرينءَ جي سونهن جي ساراهه وغيره اهم موضوع آهن. شاهه سائين پرينءَ جي حسن جي ساراهه ڪندي، اکين جي استعمال کي جنهن اعليٰ نموني سان هن سر ۾ بيان ڪيو آهي، ان جو مثال ڪنهن ٻئي شاعر وٽ تمام گهٽ نظر ايندو:

ايري ئي سڄ، پرين جي نه پسنديون،
ڪيڏي ٻئي ڏڄ، اکڙيون ڪانگن کي.

شاهه سائين سر آسا ۾ عشق جي لامحدود وسعتن کي وائکو ڪيو آهي ۽ اها ڳالهه سمجهائي آهي ته عشق آهي ئي وسعت جو نالو. جنهن سان لاڳاپجي ماڻهو محدود نه ٿو رهي. هو سمجهائي ٿو ته عشق انتها جو نالو آهي، جتي انسان وٽ ڪا به حد بندي نه ٿي رهي، نه وري پنهنجي وجود جو احساس رهي ٿو. صوفين جو سمورو فڪر به ان ڳالهه جو قائل آهي ته خوديءَ کي ختم ڪرڻ بعد ئي ماڻهو ”انسان“ بڻجي ٿو. سر آسا ۾ جدوجهد ۽ جستجو جو به وڏو پيغام آهي:

لوچان ٿي لاحد ۾ هادي لهان نه حد،
سپريان جي سونهن جو نه ڪو قد نه مد،
هت سڪڻ بي عدد، هت پرينءَ پرواهه ناهه ڪا.

**آسٽريا** (Austria): هن ملڪ جو نالو جمهوريه آسٽريا (Republic of Austria) آهي، آسٽريا جرمن زبان جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي: ”فرانڪن جي اوير واري بادشاهت“. هن ملڪ جي اتر ۾ جرمني، چيڪ جمهوريه ۽ سلوواڪيا، اوير ۾ هنگري، ڏکڻ ۾ سلووينيا ۽ اٽلي، اولهه ۾ سوئيزرلئنڊ ۽ ليچن اوسٽين موجود آهن.




آسٽريا سمنڊ کان سواءِ جابلو ملڪ به آهي ۽ پنهنجين سهڻين ٽڪرين جي دل لڀائيندڙ منظرن سبب سڄي دنيا ۾ مشهور آهي. آسٽريا جي ڪل پکيڙ 83854 چورس ڪلوميٽر (32368 چورس ميل) ۽ آبادي 85 لک آهي. گاديءَ جو هنڌ ويانا (Viena) ۽ سڀ کان مٿانهون هنڌ گڏاس گلوڪنز (بلندي: 3797 ميٽر) آهي. هن ملڪ جي سرڪاري زبان جرمن آهي، جڏهن

تہ سربوڪروٽ ۽ ترڪش پڻ ڳالھائجن ٿيون. موسم نهايت خوشگوار ۽ وٽندڙ آهي. سردين ۾ سخت سردي پوندي آهي، جڏهن تہ گرمين ۾ موسم وچٿري هوندي آهي.

آسٽريا جي مکيہ زرعي پيداوار ۾ پٽاٽا، جوئر، چقندر، مڪئي، ڪڻڪ، ڪپهہ ۽ انگور وغيره شامل آهن. مکيہ صنعتن ۾ فولاد، مشينري، گاڏيون، بجليءَ جو سامان، آپٽيڪل شيشي جون پروڊڪٽس، ڪاغذ، ٽيڪسٽائيل، سيمنٽ، ڪيميائي شيون آهن ۽ مکيہ معدنيات ۾ ڪپهہ، لوهہ، تيل، ميگنائيٽ، گريفائيٽ، قدرتي گيس، جست، ٽامو ۽ زنڪ آهي.

آسٽريا جي هاڻوڪن علائقن ۾ ماڻهو هزارين سال اڳ بہ رهندا هئا، پر تاريخدانن کي انهن بابت ڪا ڄاڻ ناهي ملي سگهي. 800 ق.م ۾ ماڻهو ڪاٽين ڪوڙڻ جو ڪاروبار ڪندا هئا ۽ انهن جو ڏنڊو ڪچي لوهہ ۽ لوڻ جو واپار هو. 15ق.م ۾ رومين هن علائقي کي پنهنجي بادشاهت ۾ شامل ڪيو. 955ع ۾ آسٽريا جرمن سلطنت جو حصو ٿيو. 964ع ۾ پوپ اوٽو پهرئين کي مقدس رومن شهنشاهہ جو لقب ڏنو، ان ريت مقدس رومن امپائر جي حيثيت سان 1806ع تائين آسٽريا تي هن جي حڪومت رهي. آسٽريا ڊيموڪريٽڪ فيڊرل جمهوريہ آهي، جنهن جو هيڊ آف اسٽيٽ ۽ فوج جو ڪمانڊر ان چيف صدر آهي، جنهن کي عوام 06 سالن لاءِ چونڊيندو آهي. آسٽريا جي آزاديءَ جو ڏهاڙو 26 آڪٽوبر 1955ع آهي. هي ملڪ 14 ڊسمبر 1955ع کان گڏيل قومن جي اداري (U.N.O) جو ميمبر آهي.

**آسٽريليا** (Australia): هن ملڪ جو سرڪاري نالو فيڊريشن آف آسٽريليا (Federation of Australia) آهي. اهو لاطيني لفظ آسٽرالس (Australis) مان نڪتل آهي، جنهن جو مطلب آهي "ڏاکڻي زمين". هي ملڪ ڏکڻ اولهہ پيسفڪ سمنڊ ۾ آهي، هن جي اتر ۾ تيمور ۽ آرا فورا سمنڊ، اوڀر ۾ ڪورل سمنڊ ۽ تسمان سمنڊ ۽ اولهہ ۾ هندي سمنڊ آهي.




آسٽريليا زمين جي ڏکڻ پاسي واري اڌ ياڱي تي هڪ ڏار وڏو کنڊ ۽ هڪ وڏو ٻيٽ آهي. هي ايراضيءَ جي لحاظ کان دنيا جو ڇهون وڏو ملڪ آهي، جنهن جي ڪل پکيڙ 7692300 چورس ڪلوميٽر (2266150 چورس ميل) ۽ آبادي ٻن ڪروڙن کان مٿي آهي. گاديءَ جو هنڌ ڪينبرا (Canberra) ۽ سڀ کان مٿانهون هنڌ مائونٽ ڪاسڪيوسڪو (بلندي: 2230 ميٽر) آهي. آسٽريليا جي سرڪاري ٻولي انگريزي آهي، جڏهن تہ هتي اٽالين ۽ يوناني پڻ ڳالهائجن ٿيون، موسم گرم ۽ خشڪ هوندي آهي. اندرين علائقن ۾ مينهن گهٽ پوندو آهي.

آسٽريليا جي مکيہ زرعي پيداوار ڪڻڪ، جوئر، ڪمند، ڪپهہ، ميوا ۽ ٻاجهون آهن. هتان جي مکيہ صنعتن ۾ فولاد، ايليومينم، گاڏيون، ڪپڙي جي اُٽت، مشينري، سياحت، ان ۽ گوشت جي پيڪنگ آهي ۽ مکيہ معدنيات، لوهہ، ڪوئلو باڪسائيٽ، ٽامو، سون، چاندي، قلعي، يورينيم، پيٽروليم، گيس، هيرا ۽ جست آهي.

آسٽريليا کي خوش بختيءَ جي زمين بہ چيو ويندو آهي. هتي سڀ کان اڳ جيڪي ماڻهو اچي آباد ٿيا، سي شايد تسمانين هئا، جن 40 هزار سال اڳ ڏکڻ ايشيا مان لڏپلاڻ ڪري تسمانيا (Tasmania) اچي وسايو. جيڪي آسٽريليا جا اصلوڪا رهواسي (aborigines) سڏيا ويندا آهن. جڏهن تہ گوري نسل جا ماڻهو گهڻو ڪري انهن يورپي خاص ڪري انگريز ماڻهن جو اولاد آهن. جن کي قيدين جي صورت ۾ ٻيڙن ذريعي هن ڏورانهين کنڊ تي اڇلايو ويندو هو. 10هين صدي عيسويءَ ۾ پهريون مسلمان هتي واپار جي غرض سان آيو. 14هين صدي عيسويءَ ۾ مسلمان آسٽريليا جي اترئين ڪناري تي آباد ٿيڻ لڳا، جنهن تي عرب واپارين جو ڪنٽرول هو. يورپي 17هين صدي عيسوي ۾ آيا. ولنديزي 18 هين صدي عيسويءَ ۾ داخل ٿيا ۽ هن کي نيو هالينڊ جو نالو ڏنائون. 20 اپريل 1770ع تي ڪيپٽن جيمز ڪڪ برطانيا پاران اوڀرئين ڪناري تي قبضو ڪيو، جتي اصلوڪا قبيلا آباد هئا.

آسٽريليا هڪ فيڊريشن آهي، جتي آئيني بادشاهت ۽ برطانوي طرز جي پارلياماني جمهوريت آهي. راڻي ايلزبيٿ-II رياست جي هيڊ آف اسٽيٽ ۽ هٿياربند فوجن جي سپريم ڪمانڊر آهي.

آسٽريليا جي آزاديءَ جو ڏهاڙو پهرين جنوري 1901ع آهي ۽ کيس گڏيل قومن جي اداري جي ميمبرشپ پهرين نومبر 1945ع کان مليل آهي. 2010ع جي غير سرڪاري انگن اکرن موجب آسٽريليا جي آبادي 22,333,569 آهي.

**آسر داس، صوفي:** صوفي آسرداس جا وڏا اصل خيرپور جا هئا، پر پوءِ حيدرآباد ۾ اچي رهيا. مسٽر ٿهلرام آسودومل پنهنجي ڪتاب "سنڌ جا سنت" ۾ لکي ٿو تہ: "پوءِ ميرانپور تعلقي گونيءَ ۾ لڏي وڃي ويٺا." صوفي آسرداس اتي ڄائو، پر تڪڙو ئي سندس وڏا اتان لڏي اچي وري بہ حيدرآباد ۾ رهيا. آسرداس جي تعليم ۽ تربيت حيدرآباد ۾ ٿي.

صوفي آسرداس جهوڪ شريف جي گادي نشين صوفي فضل الله جو مريد ۽ صحبتي هو ۽ اتان ئي فيض پرايو هئائين. تذڪره نگار ۾ لطف الله بدوي لکيو آهي تہ: "هي درويش جهوڪ شريف جو پانڌيڙو هو ۽ پنهنجي فقيراڻي خصلت ۽ خوبيءَ ڪان شهر ۾ ڪافي مقبول هو." آسر داس هڪ اهڙو صوفي فقير هو، جنهن وٽ ڪيترائي علم جا اڃايل اچي پنهنجي اندر جي اڃ اجهائيندا هئا. صوفي دلپت جهڙو بزرگ ۽ مشهور صوفي شاعر بہ وٽانئس ئي رڱجي لال ٿيو هو، چون ٿا تہ وٽس طالبن جو هر وقت وڏو هجوم رهندو هو. روزانو صوفياڻي راڳ جي محفل ٿيندي هئي، هر وقت پنڊارو هلندو رهندو هو. ڪابہ لالچ وغيره نہ هوندي هيس. سندس چهري تي ڪڏهن بہ ڪنهن ڪاوڙ نہ ڏٺي. سندس گفتار ۾ ايڏو تہ مٺاج هوندو هو، جو ماڻهو هن جي گفتار ٻڌي موهجي پوندا هئا. آسرداس چڱو شاعر هو، پر افسوس جو سندس ڪلام لڳ ڀڳ اڻ لڀ تي ويو آهي. سندس ڪجهہ بيت ۽ هڪ ڪافي موجود آهي، جنهن جي اڀياس مان پتو پوي ٿو تہ پائي آسرداس ڪهڙن عميق خيالن جو عارف ۽ پختو شاعر هو. سندس مختصر ڪلام نموني طور پيش ڪجي ٿو:

مايا اڇٽي وڇٽي، ڪهڙي ڪهڙي پاءِ،
ڪن جي چور ڪٽي ويا، ڪن جي ساڙي باهہ،
ڪن جي دبي رهي ڌوڙ ۾، ڪن جي راجا کاءِ،
سڦلي ٿيندي ساءِ، جا ڏيندين نام ڌڻيءَ جي.

**آسر فقير**: فقير آسر ولد ميرڻ خواجه. ضلعي ٺٽي، تعلقي جاتيءَ جي ڳوٺ ترڙ خواجا ۾ 11 جمادي الثاني 1310ھ/31 ڊسمبر 1892ع تي ڄائو. سندس والد هن کي موسيقيءَ جي سکيا ڏياري. جنهنڪري آسر جوانيءَ ۾ مشهور موسيقار ٿي پيو. اڪثر سندس مئخانو راڳيندڙن سان پريل هوندو هو. پاڻ طنز و مزاح ۾ ايترو ته پڙ هوندو هو جو اڪثر سندس ٽوٽڪن ۾ ڪل ڀوڳ جي انداز ۾ نصيحت پريل هوندي هئي. آسر فقير راڳ جي رهاڻ سان گڏ. سنڌي، اردو ۽ سرائيڪيءَ ۾ ڪافي شعر چيا آهن. سندس خاص دوستن ۾ سانوڻ فقير، احمد هنگورجو، الهڏنو ۽ بصر جا نالا ورتا وڃن ٿا. 27 شوال 1377ھ/17 مئي 1958ع تي وفات ڪيائين. ڳوٺ ۾ سندس نالي سان اڄ به اوتارو قائم آهي، جتي پاڻ ابدي آرامي آهي.

**آسودارام، سنت**: مشهور رشي ۽ سنت آسودا رام صاحب جنهن کي سنڌ ۽ هند ۾ 'سخي بابا' جي نالي سان ياد ڪيو وڃي ٿو ۽ جنهن جي نالي تي لکنؤ پارت ۾ هڪ وڏو آشرم به آهي ۽ پني عاقل شهر ۾ هڪ آستان ۽ سخي بابا جنرل اسپتال به قائم آهي. سنت آسودارام ضلعي سکر جي تعلقي پنوعاقل ۾ 1895ع ڌاري ڳوٺ عالم خان جتوئيءَ ۾ ڄائو. سندس والد جو نالو لڌڙو مل هو. ننڍي هوندي کان ئي تنهائي پسند هو ۽ هر وقت ڌڻيءَ جي ذڪر فڪر ۾ گذاريندو هو. کيس ننڍي هوندي ئي سندس والد پنهنجي مرشد سنت سترام داس وٽ ڇڏي آيو. جتي 13 سال رهيو ۽ اتي گائن (ڳئُن) جي خدمت ڪيائين. بعد ۾ مرشد جي حڪم تي موٽي ڳوٺ آيو. 1940ع ۾ مرشدن جي حڪم سان پني عاقل ۾ آستان جي اڏاوت ڪرايائين ۽ 1942ع ۾ اڏاوت مڪمل ڪري اتي رهائش اختيار ڪيائين، جتي پري پري کان حاجت مند اچي حاضريون ڀري ۽ من جون مرادون حاصل ڪرڻ لڳا. سنت آسودارام صاحب 4 سيپٽمبر 1960ع ۾ 64 ورهين جي عمر ۾ پرلوڪ پڌاريو ۽ ان آستان ۾ ئي سندس سماڌي ٺاهي وئي، جتي هند سنڌ کان سندس عقيدتمند اچي متو ٽيڪيندا آهن. آسودارام دربار پني عاقل ۾ هر سال ميلو به لڳندو آهي.



**آسو رام 'آسو'**: صوفي آسو مل پٽ ڏاندو مل عرف صوفي آسو رام 1824ع ۾ جنم ورتو. هي پراڻن هالن جو رهاڪو هو. هن ننڍپڻ ۾ سيد فقير علي شاهه وٽ، جيڪو اکين کان وڏو هو نبض شناسي ۽ حڪمت جي علم جي سکيا ورتي ۽ هن جي ئي صحبت ۾ آسو صوفي بڻيو. آسو رام کي جوانيءَ ۾ عشق جي چوٽ لڳي، پر مائٽن جلد ئي سندس شادي ڪرائي ڇڏي.

آسو رام کي سنڌي، فارسي ۽ ٻين ٻولين جي سٺي ڄاڻ هئي. هن حق جي تلاش ۾ ويهن ورهين جي عمر اندر قرآن مجيد ۽ انجيل جو مطالعو ڪيو. انهيءَ دوران هو پرائمري ماستر مقرر ٿيو. نارمل اسڪول حيدرآباد مان تربيت حاصل ڪري، نصرپور ۾ ماستر مقرر ٿيو جتي هن کي مصري شاهه جهڙي عظيم هستيءَ جي صحبت نصيب ٿي، جنهن هن ۾ تصوف جو وڌيڪ چاهه پيدا ڪيو ۽ هن کي شاعريءَ جو شوق ڏياريائين. جلد آسورام اتان وري جهوڪ هليو ويو، جتي هن جي من جي مراد پوري ٿي.

صوفي آسورام 'آسو' گهڻو ڪلام چيو. محمد صديق ميمڻ 'تاريخ سنڌي ادب' ۾ لکي ٿو ته: "سنڌ جي شاعرن ۾ ٻئي ڪنهن به شاعر جو ايترو ڪلام ڪتابي صورت ۾ موجود نه آهي، جيترو صوفي آسورام جو لکيل آهي". سندس تصنيفن ۾: 1. ديوان آسو. 2. رسالہ آسو. 3. پريم غنچہ شامل آهن. آسورام 'ديوان آسو' 1897ع ۾ لکي پورو ڪيو. جيڪو ڪتڻ مل، بڪ سيلر لاڙڪاڻي واري ڇپايو هو ۽ باقي به ڪتاب شايع نه ٿي سگهيا. آسورام هڪ سچو صوفي هو. هن جي من ۾ مذهبي نفاق ۽ اوچ نيچ جو تصور ئي ڪونه هو. هو حق جو طالب هو ۽ اها طلب سندس سموري ڪلام ۾ موجود آهي. هن جي ڪلام ۾ تصوف جو نظريو تمام گهڻو موجود آهي. هي پهريون هندو سنڌي غزل گو شاعر آهي، جيڪو تصوف ۾ ٻڏل آهي، هن جي غزلن ۾ مزاح آهي ئي ڪونه. صرف تصوف آهي. هن ويدانيت ۽ تصوف جي خيالن کي ملائي هڪ ڪري پيش ڪيو آهي. آسو رام جي ڪم آندل ٻوليءَ بابت محمد صديق ميمڻ لکي ٿو ته: "ٻوليءَ جي لحاظ کان آسورام جي سموري ڪلام کي ٻن ڀاڱن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. هڪڙو اهو ڪلام اٿس، جنهن ۾ يوگ وديا ۽ ويدانيت سان خاص تعلق رکندڙ اهڙا ڏکيا سنسڪرتي لفظ ڪم آندا اٿس، جن جي معنيٰ ڪو به مسلمان ته سمجهي ڪونه سگهندو، پر سڀ ڪو هندو به ڪنهن ڪوشش يا ڊڪشنريءَ ڪانسواءِ سمجهي نه سگهندو. ان ڪانسواءِ تصوف سان تعلق رکندڙ ۽ ٻيا اهڙا ڏکيا عربي لفظ پڻ ڪم آندا اٿس، جن جي معنيٰ ڪو به هندو سمجهي ڪونه سگهندو، پر سڀ ڪو مسلمان به لغت ڪانسواءِ پروڙي نه سگهندو". هن صوفي صفت درويش 1897ع ڌاري وفات ڪئي.

**آسيلي جو دڙو**: آسيلي جو دڙو ضلعي بدين تعلقي گولاڙچي جي ڳوٺ سونهاري جت وٽ آهي. بلڪ هن وقت ڳوٺ سونهارو جت انهيءَ دڙي جي مٿان اڏيل آهي. هن وقت هي دڙو 12 ايڪڙن جي پکيڙ تي مشتمل آهي ۽ زرعي زمينن جي وچ ۾ آهي. هي دڙو سومرن ۽ سمن جي دور جو ٻڌايو پيو وڃي. هن بابت اهي به روايتون آهن ته هي پڊ هاسي سوڍي ٻڌايو هو. جيڪو سومرن جي دور جو نامور جرنيل ۽ دودي سومري جو دوست هو. ائين به روايت آهي ته آسيلي سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ رهيو آهي پر اهڙي ڪا به شاهدي نه ٿي ملي. آسيلي جي دڙي مان جيڪي آثار مليا آهن. انهن مان ثابت ٿئي ٿو ته هي شهر جيڪو سنڌوءَ جي ڪنڌيءَ تي اڏيل هو. اهو مغلن جي دور تائين موجود هو پر پوءِ درياهه جي ڦير گهير سبب آهستي آهستي تباهه ٿي ويو. هن ماڳ جي پرپاسي ۾ ٻيون به وسنديون آباد رهيون آهن. جن جا پڻ آثار ملن ٿا. ان ڪري نه صرف هن ماڳ پر ان جي پرپاسي ۾ موجود ڏٺوڪين وسندين جي آثارن تي پڻ تحقيق جي سخت ضرورت آهي.

**دڙي جو ظاهر ٿيڻ**: آسيلي دڙي جو ڪنهن ڪتاب ۾ ڪو ذڪر نه ٿو ملي، اهو به ٿي سگهي ٿو ته تاريخ جي ڪتابن ۾ هن دڙي جو ذڪر ڪنهن ٻئي نالي سان آيل هجي. البت مشهور محقق محمد سومار شيخ پنهنجي ڪتاب "تاريخ بدين" جي قديم آثارن واري لسٽ ۾ آسيلي جي دڙي جو ذڪر ڪيو آهي. چيو وڃي ٿو ته اڳ ۾ جڏهن برساتون وسنديون هيون يا تيز هوائون لڳنديون هيون. تڏهن ڪن هنڌن تي ڪي سون ۽ ٺڪر جي ٿانون وغيره جا ٽڪرا ظاهر ٿيندا رهندا هئا. پر چڱي نموني سان آثار تڏهن ظاهر ٿيا، جڏهن ڳوٺاڻن 1997ع ۾ مسجد اڏڻ لاءِ کوٽائي ڪئي. کوٽائيءَ دوران مٽيءَ جون پڪيون سرون ظاهر ٿيون. آهستي آهستي هڪ پٽ ظاهر ٿي، پوءِ پوري مسجد ظاهر ٿي. اهڙيءَ طرح حجرو، وضوءَ جي جڳهه ۽ غسل خانو وغيره به ظاهر ٿيا. هن وقت انهيءَ مسجد جون ديوارون ۽ فرش وغيره ثابت

آهن. باقي پٽ جو ڪجهه حصو ڊنل آهي. ڇت جي ڪجهه حصي تي ڳوٺاڻن ڪک رکي ڇڏيا آهن. هن وقت انهيءَ مسجد ۾ پنج وقت نماز ٿئي ٿي، باقي سمورو دڙو مٽيءَ ۾ پوريل آهي. جڏهن ته هن دڙي جي کوٽائي ٿي ته ڪي نيون حقيقتون ظاهر ٿينديون.

آسيلي دڙي ۽ آس پاس جي زرعي زمينن ۾ پڻ ٺڪراڻو ڦهليل آهي. جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته هن دڙي جي ايراضي بچيل دڙي کان گهڻي هئي. هتان ملندڙ سڪن مان هڪڙي جي هڪ پاسي 830هه سن لکيل آهي. جڏهن ته ٻيو پاسو ڊنل آهي. ٻئي سڪي جي هڪ طرف اڌ تي 'محمد' لکيل آهي، اڌ ڊنل آهي، ٻيو پاسو صاف نه هئڻ ڪري پڙهڻ ۾ نه ٿو اچي. ٽئين سڪي جي هڪ پاسي تي 881 لکيل آهي، جڏهن ته ٻئي پاسي جا اکر پڙهي نه ٿا سگهجن. هتان ڳوٺاڻن کي ٺڪر جا ڍيئا، لوٽا ۽ پليٽون به مليون آهن. جن تي هلڪي رنگ جا چٽ ۽ مختلف گلن جا نقش آهن. پليٽن تي ڪٽڪ ۽ سارين جي سنگن جا نشان اندرئين پاسي ڪنارن تي ڏنل آهن. اها به روايت آهي ته هي دڙو اڳي 'هاسيلي دڙو' سڏبو هو، جيڪو پوءِ بگڙي 'آسيلي' ٿيو آهي. دودي سومري جي رزميه داستان مان اها ڄاڻ ملي ٿي ته هاسو سوڍو (جنهن جو هي شهر ٻڌايل چيو وڃي ٿو) ننگر سومري جي پٽ محمد سومري جو پڳ مٽ يار هو. جڏهن علاؤالدين سومرن تي ڪاهه ڪئي ته هاسي سوڍي پنهنجي ياري نڀائي ۽ وطن جي عزت لاءِ وڙهندي شهيد ٿي ويو. هن بهادر جي نالي سان عمرڪوٽ ضلعي ۾ هاسيسر ريلوي اسٽيشن موجود آهي. هن وقت به هن دڙي جي پرپاسي ۾ ڪافي سوڍا آباد آهن. هي دڙو زميني سطح کان 20 فٽ اوچو آهي. اهو به چيو پيو وڃي ته هي شهر محمود غزنوي برباد ڪيو.

**آسيه بيبي:** هي ان خاتون جو نالو آهي، جنهن حضرت موسيٰ عليه السلام کي نيل درياهه مان ڪڍيو ۽ فرعون جي گهر ۾ پرورش ڪئي. قرآن مجيد مان معلوم ٿئي ٿو ته هوءَ فرعون جي گهرواري هئي. بائبل ۾ ڪيترين جاين تي فرعون جي ڌيءَ لکيل آهي، پر عالمن جي متفقه طور راءِ آهي ته هوءَ فرعون جي گهرواري هئي.

**آصف فرخي، ڊاڪٽر:** ناليواري اديب، ايڊيٽر، مترجم ۽ نقاد ڊاڪٽر آصف فرخي 1959ع ۾ ڪراچيءَ ۾ جنم ورتو. سندس والد جونالو ڊاڪٽر اسلم فرخي آهي، جيڪو مشهور اديب، شاعر، محقق، ٻوليءَ جو ماهر ۽ براڊڪاسٽر آهي. آصف فرخي سينٽ پيٽرڪس هاءِ اسڪول، ڪراچي مان ميٽرڪ، ڊائو يونيورسٽي آف هيلٿ سائنسز ڪراچيءَ مان ميڊيسن ۾ ۽ هارورڊ يونيورسٽي، آمريڪا مان پبلڪ هيلٿ جون ڊگريون حاصل ڪيون آهن. هن 1985ع کان 1994ع تائين آغا خان يونيورسٽيءَ جي پبلڪ هيلٿ شعبي ۾ پروفيسر جان. ايچ بريانٽ جي نگرانيءَ ۾ ڪم ڪيو آهي. هن جا افسانا ۽ تنقيدي مضمون وڏي تعداد ۾ شايع ٿيا آهن. هن ڪيترن ئي اهم سنڌي ڪتابن جو انگريزي ۽ اردوءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي. جنهن ۾ ناليواري سنڌي شاعره عطيه دائود جي شاعري به شامل آهي. ان جو هن انگريزيءَ ۾ "Raging To Be Free" جي نالي سان 1995ع ۾ ترجمو ڪيو. آصف فرخيءَ اردو ۽ ٻين ٻولين مان ڪيترين ڪهاڻين جو ترجمو: "Fires In An Autumn Garden" جي عنوان سان. شيخ اياز جي



چونڊ شاعريءَ جو اردو ترجمو: "دانش اياز" جي عنوان سان (شاهه محمد پيرزادي سان گڏ)، شيخ اياز: شخصيت اور فن (ترتيب) "ذڪر اياز" (1999ع) جي عنوان سان ۽ شيخ اياز جي چونڊ شاعريءَ جو انگريزي ترجمو (شاهه محمد پيرزادي سان گڏ) "The Storm's Call For Prayers" (1999ع) جي عنوان سان ڪيو آهي. سندس محنتن تي کيس "تمغهءِ امتياز" ۽ "وزيراعظم ادبي انعام" به ملي چڪا آهن. هي انگريزي اخبار "ڊان" ۽ ٻين اخبارن ۾ ادبي مضمون به لکندو رهيو آهي. سندس چونڊ ڪيل ڪهاڻين جا ڇهه ۽ ادبي تنقيد جا 02 ڪتاب ڇپيل آهن. اردو ادبي رسالو "دنيا زاد" جاري ڪيو اٿس، جنهن جا ويهارو کن شمارا اچي چڪا آهن. ڊاڪٽر آصف فرخي ڪراچيءَ ۾ هڪ بين الاقوامي تنظيم جي پبلڪ هيلٿ شعبي سان لاڳاپيل آهي.

**آغا سيد اسماعيل شاهه اصفهاني:** هنن اصفهاني سيدن جو خاندان طب جي علم ۽ سنڌ جي سياست ۾ وڏي شهرت وارو هو. انهيءَ خاندان مان گهڻائي اديب، طبيب ۽ سياستدان پيدا ٿيا. هن خاندان جو وڏو سيد عبدالهادي، اصفهاني سيدن مان هو. جيڪو 7 شوال 1140هه/6 اپريل 1728ع ۾ اصفهان مان هليو ۽ جڏهن نادر شاهه افشار، مدراس تي چڙهائي ڪئي ته ان وقت سيد عبدالهادي مدراس جي راجا وٽ طبيب جي حيثيت ۾ ترسيل هو. انهيءَ راجا جا سنڌ جي حڪمران ميان نور محمد ڪلهوڙي سان دوستاڻا ناتا هئا. ان ڪري ان راجا سيد عبدالهادي کي ميان نور محمد جي علاج لاءِ سنڌ ڏانهن موڪليو جنهن ڪانپوءِ سيد عبدالهادي ڪلهوڙن جي دربار سان وابسته ٿي ويو.



ميان نور محمد ڪانپوءِ جڏهن سندس پٽ ميان غلام شاهه ڪلهوڙو سنڌ جي گاديءَ تي ويٺو ته ان وقت سيد عبدالهادي ستر ورهين جي ڄمار ۾ بروز آچر 2 شعبان 1193هه/ 15 آگسٽ 1779ع تي وفات ڪئي. جنهن ڪانپوءِ سيد عبدالهادي جي پٽ سيد ابراهيم شاهه پنهنجي پيءُ جي جاءِ والاري. ابراهيم شاهه 1155هه/1742ع ۾ اصفهان ۾ پيدا ٿيو. سنڌ ۾ جڏهن ڪلهوڙن ڪانپوءِ ٽالپرن جي حڪومت آئي تڏهن ابراهيم شاهه ۽ سندس پٽ آغا اسماعيل شاهه ٽالپرن جي دربار سان منسلڪ ٿي ويو. آغا اسماعيل شاهه پنهنجي پيءُ ابراهيم شاهه ۽ ڏاڏي سيد عبدالهادي وانگر ٽالپرن جي دربار ۾ وڏا عهدا ماڻيا. خاص ڪري حيدرآباد جي ٽالپرن مان مير ڪرم علي خان ٽالپر ۽ مير مراد علي خان ٽالپر وٽ سندس وڏو مان هو ۽ انهن جي طرفان سفير ٿي مختلف رياستن ڏانهن ويندو هو.

ميسن پنهنجي سفرنامي ۾ آغا اسماعيل شاهه بابت لکي ٿو ته: "هي اهل تشيعت جي سيدن مان آهي، جيڪي اصل شيرازي هئا. پاڻ حيدرآباد جي پر (ٽنڊي آغا) ۾ رهي ٿو هن جا خيرپور ۽ حيدرآباد جي ٽالپرن سان وڏا واسطا آهن. هي نهايت هوشيار ۽ ڏاڍو چالاڪ آهي". ڊاڪٽر برنس لکي ٿو ته: "آغا اسماعيل شاهه پنهنجي نسل ۽ خاندان تي فخر ڪندو رهي ٿو. ٻئي پاسي

نواب ولي محمد خان لغاري پنهنجي لياقت جي آڌار تي خدمتون سرانجام ڏيندو رهي ٿو.“ آغا اسماعيل شاهه ٽالپر حاڪمن جو وفادار وزير پنهنجي خداداد لياقت سان وڏيون منزلون ماڻيندو رهيو. سندس پٽن مان آغا زين العابدين شاهه (شڪارپور ۽ ڪراچيءَ جو حاڪم)، ڪاظم علي شاهه (شڪارپور جو حاڪم)، تقي شاهه (شڪارپور جو ناظم) ۽ ابراهيم شاهه (شڪارپور جو حاڪم) پڻ وڏن عهدن تي فائز هئا. آغا اسماعيل شاهه، ٽالپرن جي دؤر ۾ حيدرآباد جي پر ۾ ”ٽنڊو آغا اسماعيل“ نالي هڪ علائقو آباد ڪري پنهنجي خاندان لاءِ اتي وڏيون وڏيون حويليون تيار ڪرايون. موجوده دؤر ۾ اهو علائقو حيدرآباد شهر ۾ ”ٽنڊو آغا“ جي نالي سان مشهور آهي. ٽالپرن جو مصاحب ميرزا فتح علي بيگ پڻ آغا اسماعيل شاهه جي زور تي اچي ٽنڊو آغا وسايو. آغا اسماعيل شاهه ٽنڊي آغا جو علائقو 1249هه/ 1833ع ۾ آباد ڪيو. ٽنڊو آغا ٽالپرن جي دؤر کان وٺي عزاداري جو مرڪز رهيو آهي. آغا اسماعيل شاهه جي اولاد مان آغا زين العابدين شاهه تخلص عابد ۽ آغا ڪاظم علي شاهه بلند پايي جا شاعر هئا. اڳيان هلي سندس اولاد مان آغا سيد فتح علي شاهه عربي ۽ فارسي جو ڄاڻو هو. سنڌي ۽ فارسي زبان جو بهترين شاعر پڻ هو ۽ سندس تخلص فتح هو. آغا سيد فتح علي شاهه ٽنڊي آغا جي ميرزا خاندان مان ميرزا قربان علي بيگ قربان ڪربلائي جو شاگرد هو ۽ وري آغا سيد فتح علي شاهه جو شاگرد، سنڌ جو نامور محقق، اديب ۽ شاعر ميرزا عباس علي بيگ هو. ميرزا عباس علي بيگ پنهنجي استاد آغا فتح علي شاهه جو فارسي ۽ سنڌي ڪلام هڪ هنڌ جمع ڪيو هو. هن وقت آغا اسماعيل شاهه جو اولاد ٽنڊي آغا ۾ موجود آهي. جن مان آغا سيد عبد علي شاهه بهترين شاعر ۽ خطيب آهي. عمر رسيده هجڻ باوجود آغا سيد عبد علي شاهه شاعري ۽ خطابت جي سلسلي کي جاري رکندو اچي.

**آغا شمشاد مغل**: شمشاد علي مغل ولد رسول بخش مغل 1962ع ۾ ڄائو. بي. اي، ايم. اي اڪنامڪس ۾ ڪيائين. سياست جي شروعات 1978ع ۾ پ پ پ جي ميمبر جي حيثيت ۾ ڪيائين. ان کانپوءِ 1987ع ۾ پ پ پ ڇڏي، جيئي سنڌ محاذ ۾ شموليت اختيار ڪيائين. ان کانپوءِ سنڌ ترقي پسند پارٽيءَ جو بنيادي ميمبر به رهيو. پوءِ ڪن نظرياتي اصولن تي اختلاف جي ڪري، ترقي پسند پارٽيءَ کي 1997ع ۾ خيرباد چئي، 2000ع ۾ ڊاڪٽر دودي مهيريءَ سان گڏ ايس.اين.پي يعني سنڌ نيشنل پارٽيءَ جو بنياد وڌائين. ان کانپوءِ ’جسنپ‘ يعني جيئي سنڌ نيشنل پارٽيءَ جو بنياد وڌائين. جنهن جو پاڻ چيئرمئن هو. هن سياسي سفر ۾ چوڏهن سال روپوش ۽ نَوَ سال مختلف وقت تي جيلن ۾ رهيو.



**آفتاب سنڌ** (اخبار): هي اخبار 1895ع ۾ سکر مان جاري ٿي، هي هفتيوار اخبار هئي، هن اخبار جو مالڪ سکر جو سيٺ حاجي احمد ميمڻ ۽ ايڊيٽر مرحوم شمس الدين بلبل هو. هن اخبار مسلمانن کي هوم رول تحريڪ واري زماني ۾ غلط روشن اختيار ڪرڻ کان انتباهه ڪيو. هن اخبار جا ”هندو واسي“ ۽ مسلمانن جي ”الامين“ سان قلمي مقابلا به ٿيا. 1923ع ۾ مالي مشڪلاتن سبب هي اخبار بند ٿي وئي.

**آفريقا جي شهزادي** (ڪتاب): هي ناول سنڌ جي ناميارې ڪهاڻيڪار ۽ ناول نگار محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو لکيل آهي، جيڪو 22 بابن تي مشتمل آهي. هي ڪتاب پهريون دفعو 1941ع ۾ عبرت ڪتابي سلسلي/ اسلاميه دارالاشاعت حيدرآباد/ ميرپورخاص پاران شايع ٿيو. هن جو ٻيو ڇاپو 1945ع ۾ ۽ ٽيون ڇاپو 1948ع ۾ شايع ٿيو. جڏهن ته چوٿون ڇاپو مهراڻ اڪيڊمي شڪارپور پاران آگسٽ 2008ع ۾ شايع ٿيل آهي، جيڪو 66 صفحن تي مشتمل آهي. ڊيمي سائيز، ڪچي جلد واري هن ڪتاب جي قيمت -/30 روپيه آهي.




**آڪاش واڻي**: آڪاش واڻي هندي زبان جو لفظ آهي، جنهن جي لغوي معنيٰ آهي: ”آسماني واڻي، غيبي آواز يا اِلهامي آواز“. هي ڀارت جي سرڪاري ريڊيي جو سرڪاري نالو آهي ۽ هر شهر سان لاڳاپيل ريڊيو اسٽيشن آهي. آڪاشواڻي ريڊيو جو مترادف لفظ آهي. مثال طور: آڪاش واڻي ڀڄ، آڪاش واڻي احمد آباد يعني ريڊيو ڪڇ، ريڊيو احمد آباد.

**آڪٽوبر** (October): آڪٽوبر انگريزي زبان جو لفظ آهي، جنهن جي لاطيني زبان ۾ لغوي معنيٰ آهي: ”اٺ“. جنهن کي غلط ترتيب مطابق يورپين جي ڪئلينڊر جون ڏهون مهينو سڏيو وڃي ٿو. جيڪو مقرر 31 ڏينهن جو ٿئي ٿو. تاريخي اعتبار کان معلوم ٿئي ٿو ته اطالوين جو هي مهينو عيسوي سال جي شروعاتي مهينن جيان نه ڪنهن ديوتا جي نالي سان مشهور آهي ۽ نه وري ڪنهن شخصيت ڏانهن منسوب ٿيل آهي. قدامت جي لحاظ کان صرف مفهوم موجب ترتيب ڏنل هو. ڪيس سيپٽمبر جيان پنهنجي انهيءَ حقيقي حيثيت (قديم ترتيب مطابق اَٺين نمبر) تي قائم رکڻ بجاءِ، هينئر ڏهين نمبر تي آندو ويو آهي، جيڪو معنيٰ جي لحاظ کان سراسر غلط ترتيب ۾ رکيل آهي. اڪثر ڪري هي مهينو سرءُ جي مند ۾ ايندو آهي. جنهن ڪري وڏيڪ تپاولي پڻ ٿيندي آهي. رومي هن مهيني ۾ محتاط رهندا آهن.

**آڪسفورڊ يونيورسٽي**: آڪسفورڊ (Oxford)، انگلينڊ جو مشهور شهر آهي، جيڪو ”آڪس درياهه“ جي ڪناري تي ٻڌل آهي. هن انگريزي لفظ جي لغوي معنيٰ آهي: ”آڪس درياهه جو گهاٽ (ڪنارو).“ انگلنڊ جي هِن مشهور شهر ۾، دنيا جي قديم ترين درسگاهه ”آڪسفورڊ يونيورسٽي“ پڻ واقع آهي، جنهن جو شمار دنيا جي تمام وڏن تعليمي ادارن ۾ ٿئي ٿو. هن درسگاهه جو بنياد ته قديم زماني کان رکيل آهي، پر ان ۾ باقاعده تعليم جو سلسلو 1133ع کان شروع ٿيو. 1163ع ۾ هن درسگاهه جو درجو وڌائي ”يونيورسٽي“ ڪيو ويو. هن وقت ٽيهه ڪاليج ساڻس لاڳاپيل آهن. پڙهائيءَ جو طريقو ڪاليجن توڙي يونيورسٽيءَ ۾ هڪ جهڙو آهي، جيڪو صرف ”ليڪچرن“ تائين محدود آهي. اتان جا استاد پنهنجي رهائشگاهن تي به تعليم ۽ تربيت ڏين ٿا. ”آڪسفورڊ يونيورسٽي“ جي مشهور ”بوڊيلين (Bodielian) لائبرري“ پوري دنيا ۾ مشهور ۽ وڏي لائبرري آهي. سال 1946ع ۾ واڌارو ڪري، هن لائبرري ۾ پنجاهه لک ڪتابن جي گنجائش رکي وئي هئي.

**آڪاٽي**: آڪاٽي لفظ جو لغوي مفهوم آهي: "اکن/ داڻن وجھڻ جا ٽي ڏينهن". هي ٽري ماڻهن جو موسمي ڏڻ (تهوار) آهي، جيڪو هندي ويساک مهيني جي ٽين تاريخ تي هند ۽ سنڌ جا هندو هاري وڏي اهتمام سان ملهائيندا آهن. هن تهوار کي 'هارين جو پرب' به چيو ويندو آهي. جڏهن ويساک جي مهيني ۾ بادل وسڻ جا ويس ڪندا آهن ته ٻار صبح جو اسر ويل گهران نڪري خوشيءَ ۾ چيريون پائي، پاڻ سان ننڍا هر ٻڌي، اڱڻ وانگر ڪيڙي ڪندا آهن، اهي شام تائين ائين زمين کي ڪيڙيندا رهندا آهن. ڏينهن جي ماني وغيره به ميدان ۾ گڏجي کائيندا آهن. ڳڙ مان ٺهيل ڳڙداٽي هن تهوار جو خاص طعام ليکيو وڃي ٿو. هن ڏينهن تي ڳوٺ جا سڀ مرد هڪ هنڌ گڏ ٿي، ٽر ۾ آباد ٿيندڙ جنسون گڏ ڪري، دائري جي صورت ۾ ويهندا آهن. هو ٽيستائين ويٺا هوندا آهن، جيستائين ڪو ماڪوڙو اچي ڪنهن جنس جي داڻي کي ڪڻي وڃي. پوءِ ان عقيدي هيٺ ان سال اها ئي جنس وڌيڪ ڪندا آهن. ٻئي ڏينهن وري ڪي جهونا ان جون اڪثر جنسون ڪڻي، ان جا داڻا ڳڻين، پوءِ جنهن جنس جا ڪٽا (داڻا) اِڪيءَ ۾ ٽين، ان پوک لاءِ سٺي اميد رکن. اهڙيءَ طرح آخري ڏينهن تي وري ننڍا وڏا، ٻانيڻ يا پٽيل وٽ مِڙي، چار مٽيءَ جا ٽانوَ (ڪُنڙيون) ٺاهي انهن ۾ پاڻي وجهي، نالا رکندا. آڪاڙ، سانوڻ، ٻدو ۽ اسو. پوءِ جيڪا ڪنڙي اڳ ۾ وهي هلندي ته سمجهندا ته ان نالي واري مهيني ۾ گهڻي برسات پوندي. ٽرجا سوڳڻي (سٺئوڻ جاچڻ وارا) ماڻهو هن ڏڻ تي جهنگ ۾ وڃي سنوڻ ٻولائيندا آهن، ائين انهن کي سُڪار يا ڏُڪار بابت سال جي اڳواٽ ئي خبرپئجي ويندي آهي. ٽرجا مسلمان به هندن جي هن خوشيءَ ۾ برابر جا ڀاڱي ڀائيوار ٿيندا آهن. آڪاٽي جي عيد، جيڪڏهن پيرن يا سڳرن جي منڊ ۾ ايندي، ته هو هڪٻئي کي وٽ (سوڪڙي) ڏيڻ وٺڻ کي به سنو سنوڻ سمجهن.

**آلِ رسول صلعم**: "آلِ رسول صلعم" جي لغوي معنيٰ آهي "رسولِ پاڪ صلي الله عليه وسلم جا پويان، وارث، اولاد يا خاندان." اصطلاحي زبان ۾ سندن نياڻي بيبي فاطمة الزهريٰ رضه جي بطن مان پيدا ٿيل اولاد، جيڪي پاڻ کي "سيد" سڏائن ٿا، انهن کي "آلِ رسول صلعم" چئبو آهي. قرآن پاڪ ۾ هي ڪيترين ئي جاين تي استعمالَ ٿيل آهي، ساڳي ترڪيب سان ٻين نبين توڙي مشهور ماڻهن بابت به سندن ٽالن سان نسبت رکندڙ اهڙا لفظ آيل آهن، جهڙوڪ: آلِ ابراهيم، آلِ يعقوب، آلِ عمران، آلِ لوط، آلِ هارون ۽ آلِ فرعون وغيره. تاريخي اعتبار سان "آلِ رسولَ صلعم" (آلِ محمدَ صلي الله عليه وسلم) جو نالو تيستائين قائم رهندو، جيستائين دنيا قائم آهي.

**آلِ عمران** (سورة): "آل عمران"، عربي زبان جا لفظ آهي: جنهن جي لغوي معنيٰ آهي: "عمران جو اولاد". "عمران" ٻن نبي سڳورن: حضرت موسيٰ عليه السلام ۽ حضرت هارون عليه السلام جن جو پيءُ هو. قرآن پاڪ جي 116 سورتن مان ٽيون نمبر سورت جو نالو "آل عمران" آهي، جيڪا مديني منوره ۾ نازل ٿي هئي، جنهن ۾ ٻه سئو آيتون ۽ ويهه رڪوع آهن.

هيءَ سورة مبارڪ هجرت جي پهرين سال نازل ٿيڻ شروع ٿي ۽ 9 هجريءَ تائين پوري ٿي، جنهن ۾ حضرت موسيٰ عليه السلام جي موڪلاڻي ۽ سندس پشت مان حضرت عيسيٰ عليه السلام جي عقيدتمندن جي گمراهين ۽ اخلاقي ڪمزورين بابت تفصيلي ذڪر آيل آهي. ان کان پوءِ فرمايل آهي ته هي قرآن مجيد ۽ رسول (حضرت محمد صلي الله عليه وسلم) اُنهيءَ دين (اسلام) طرف سڏي رهيا آهن، جنهن جي دعوت، نبي سڳورا شروع کان ئي ڏيندا آيا آهن، جيڪا باري تعاليٰ جي قدرت ڪاملہ طرفان هڪ حقيقي دين لاءِ دعوت آهي. انهيءَ رستي کان ٻُلجي جيڪي ٻيون راهون اوهان اختيار ڪيون آهن، اُهي انهن ڪتابن ۾ موجود نہ آهن، جن کي توهان آسماني ڪتاب سڏيو ٿا.

دراصل هيءَ سورة عيسائين جي ڪوڙين دعوائن کي رد ڪرڻ خاطر پاڻ سڳورن ﷺ تي ان وقت نازل ٿي هئي، جڏهن عيسائي، يهودين جي پليرائيءَ لاءِ مديني شريف ۾ ساڻن مناظري لاءِ آيا هئا.

سورت "آل عمران" ۾ جنگ بدر (2 هه/623ع) جي ڪاميابين ۽ جنگ اُحد (4 هه/625ع) جي غلطين ۽ ڪوتاهين جي نشاندهي ڪندي، خدا پاڪ جي جلال، مسلمانن کي صحيح رستي تي اچڻ طرف ڌيان ڏياريو آهي ۽ انهن کي اِهو پڻ يقين ڏياريو آهي، ته جيڪڏهن توهان حقيقي دين تي ثابت قدم رهيا ته توهان جي لاءِ ڪاميابيءَ جون تمام راهون کلي پونديون.

**آلندي سيلويدار**: چليءَ جو سوشلسٽ ليڊر ۽ صدر آلندي سيلويدار سال 1908ع ۾ ڄائو هو ۽ 1973ع ۾ ماريو ويو. آخري دم تائين هار نہ مڃيائين ۽ مشين گن هلائيندي وڙهندو رهيو. شايد ٻئي ڏينهن تي هن جو دوست راڳي شاعر وڪٽر هارا به ماريو ويو. هن جي زال، جون هارا جي ڪتاب "Victor, The Unfinished Song" ۾ آلندي جو ذڪر آهي. آلندي هڪ پڪو مارڪسٽ هو، جيڪو ڏکڻ آمريڪا ۾ هڪ آزاد اليڪشن ۾ کٽي ويو هو. هو چليءَ جي سوشلسٽ پارٽيءَ جو 1943ع ۾ سيڪريٽري جنرل ٿيو. جيتوڻيڪ هڪ سوشلسٽ جي حيثيت ۾ انهيءَ سوشلسٽ گروپ جي خلاف ڪامياب ٿيو هو، جيڪو ڪميونسٽ ڌر جو حامي هو، پر پوءِ هن ڪميونسٽن سان تعاون جي ضرورت محسوس ڪئي ته جيئن چليءَ ۾ انقلابي تحريڪ ڪمزور نہ ٿئي. 1948ع ۾ هو سوشلسٽ پارٽيءَ کي صدر گبرئيل گونزاليز وڊيلا جي حڪومت ۾ شامل ٿيڻ تي آماده نہ ڪري سگهيو، نہ وري ڪميونسٽ پارٽيءَ جي حمايت تي آماده ڪري سگهيو. هن سوشلسٽ پارٽيءَ کي الوداع ڪري، هڪ ٻي سوشلسٽ پارٽي ٺاهي، جنهن کي "پاپولر سوشلسٽ پارٽي" نالو ڏنو ويو. جڏهن 1952ع ۾ ان پارٽيءَ اڳئين آمر جنرل ڪارلوس ابنيز کي چونڊ ۾ اميدوار جي حيثيت ۾ مدد ڪئي ته آلندي پي. ايس. پي ڇڏي، اصلي سوشلسٽ پارٽيءَ ۾ موٽي آيو. هن کي ڪميونسٽن مدد جي آڇ ڪئي ۽ سوشلسٽن چونڊن ۾ کيس صدارت لاءِ اميدوار چونڊيو. ٻنهي پارٽين اتحاد ڪيو، جنهن کي "پاپولر ائڪشن فرنٽ" ڪوٺيو ويو، جنهن ٽي ڀيرا 1952ع، 1958ع ۽ 1964ع ۾ آلندي کي صدارتي اميدوار جي حيثيت ۾ مدد ڪئي، پر ڪامياب نہ ٿيا. فرنٽ جي جاءِ تي پوءِ "پاپولر يونٽي" ٺاهي وئي، جنهن ۾ ريڊيڪل پارٽيءَ جا ميمبر، ڪميونسٽ، سوشلسٽ ۽ اهي ڪرسچن ڊيموڪرئٽ، جيڪي پنهنجي پارٽيءَ سان اختلاف رکندا هئا، شامل ٿيا. 1970ع جي اليڪشن ۾ آلندي کٽي ويو، پر جيئن ته کيس واضح اڪثريت نہ هئي، ان ڪري اُتان جي قانون مطابق هن جي اليڪشن کي قومي اسيمبليءَ بحال ڪيو. ڪرسچن ڊيموڪرئٽن، آلنديءَ جي ان شرط تي حمايت ڪئي ته هو آئين کي نہ ٽوڙيندو. آلندي جي پروگرام ۾ بئنڪن ۽ خانگي ڪمپنين کي قومي تحويل ۾ وٺڻ به هو ۽ زرعي سڌارا به هئا. زرعي سڌارا تيز ڪيا ويا. 1972ع تائين سموريون وڏيون جاگيرون قوميايون (Nationalize) ويون. آلندي جي سرڪار جو آمريڪا سان ان وقت ٽڪراءُ ٿيو، جڏهن آمريڪا جا ٽامي جا ڪارخانا قومي ملڪيت ۾ ورتا ويا ۽ انهن لاءِ ڪافي معاوضو نہ ڏنو ويو. وچولي طبقي جي وڌندڙ ڪرتوتن سبب آلندي خلاف 1972ع ۽ 1973ع ۾ هڙتالون ۽ مظاهرا ٿيا. 1973ع جي اونهاري تائين آلندي جي پورهيت حامين ۽ وچولي طبقي جي ڌرين ۾ اختلاف وڌي ويا. 11 سيپٽمبر 1973ع ۾ آلندي جي حڪومت جو تختو ملٽري ڪُو (Coup) ذريعي اونڌو ڪيو ويو ۽ آلندي محل اندر وڙهندي مارجي ويو.

**آمريڪا** (America): هن ملڪ جي گڏيل رياستن جو سرڪاري نالو "United States of America" آهي. "آمريڪا" نالو، هڪ اٽالين جهازي امريگو وسپوسي جي نالي تي رکيو ويو، جيڪو 1497ع ۾ هتي آيو هو. آمريڪا جي اتر ۾ ڪينيڊا، اوڀر ۾ ايٽلانٽڪ سمنڊ، ڏکڻ ۾ ميڪسيڪو ۽ ميڪسيڪو نار ۽ اولهہ ۾ پيسفڪ سمنڊ آهن. گڏيل رياستن تي ٻڌل آمريڪا، ڪينيڊا ۽ ميڪسيڪو جي وچ ۾ آهي. هن جي هڪ رياست هوائي ٻيٽ سان فرانسسڪو کان 3870 ڪلوميٽر (2400 ميل) ڏکڻ اولهہ طرف آهي. ايرنڊي ۽ الهندي وارن علائقن ۾ ڊگها جابلو سلسلا آهن. آمريڪا جي ڪل پکيڙ 9،160،454 چورس ڪلوميٽر (3،535،935 چورس ميل) ۽ آبادي 28 ڪروڙ آهي، گاديءَ جو هنڌ واشنگٽن (Washington) ۽ سڀ کان مٿانهون هنڌ مائونٽ ميڪنلي (6194 ميٽر) آهي. هن ملڪ جي سرڪاري ٻولي انگريزي ۽ ڪرنسي يو ايس ڊالر آهي، جيڪا دنيا جي وڏيڪ هلندڙ ۽ اهم ڪرنسي آهي. آمريڪا جي موسم، مختلف علائقن جي آبهوا جي حوالي سان مختلف آهي. گهڻي قدر موسم ٿڌي ۽ خوشگوار رهندي آهي. آمريڪا جي زرعي پيداوار ۾ ڪپهہ، ڪڻڪ، جوَ، مڪئي، پٽاٽا، سويابين، داليون، ميوا ۽ ڀاڄيون آهن. مکيہ صنعتن ۾ جهاز سازي، هٿيار، ميزائيل وغيره، پيٽروليم جون شيون، ياڻ، لوهہ، موٽر گاڏيون، سيمنٽ، ڪپڙو، اليڪٽرانڪ اوزار، ڪيميائي شيون، دوائون، ڪمپيوٽر، پلاسٽڪ شامل آهن ۽ مکيہ معدنيات ۾ تيل، ڪوئلو، ٽامو، موليبڊنيم، فاسفيٽ، يورينيم، باڪسائٽ، سون، لوهہ، پارو، نقل، پوٽاش ۽ ٽنگسٽن آهي.

4 اپريل 1789ع تي آمريڪا جو آئين نافذ ٿيو. 30 اپريل 1789ع تي جارج واشنگٽن آمريڪا جو پهريون صدر ٿيو. 1861ع کان 1865ع تائين آمريڪا گهرو جنگ ۾ مبتلا رهيو، چو تہ ڏاکڻين رياستن جي ڪارن غلامن آزادي پئي گهري. آمريڪي صدر ابراهام لنڪن غلاميءَ جو خاتمو آندو. 30 مارچ 1867ع تي روس الاسڪا جي رياست 7 ملين ڊالرن عيوض آمريڪا کي وڪڻي ڇڏي. 17 ڊسمبر 1903ع تي آمريڪا جي رائيٽ برادران (ولبرٽ رائيٽ ۽ آرويل رائيٽ) هڪ ننڍي هوائي جهاز ۾، جيڪو مشين سان هلندو هو، اتر ڪيرولينا جي ڪٽيهاڪ ميدانن تان پهرئين اڏام ڪئي، ٻئي ڀائر جهاز ۾ موجود هئا.

1906ع ۾ آمريڪي صدر روز ويلٽ کي پهريون ڀيرو امن جو نوبل انعام مليو. 06 اپريل 1917ع تي آمريڪا پهرين عالمي جنگ ۾ شامل ٿيو. 13 اپريل 1935ع تي دنيا جي پهرئين ايئر سروس جي شروعات ڪيائين. ٻي عالمي جنگ ۾ جاپان جي هٿيار ڦٽا نہ ڪرڻ سبب آمريڪا 6 آگسٽ 1945ع تي هيروشيما ۽ 9 آگسٽ 1945ع تي ناگاساڪيءَ تي ايٽم بم ڪيرايا، جنهن سان بي انداز جاني نقصان ٿيو ۽ آمريڪا دنيا تي هڪ هٽي قائم ڪري ورتي. 5 مئي 1961ع تي ايلن بي شيپرڊ پهرئين آمريڪي خلاباز جي حيثيت سان خلا ۾ اڏام ڪئي. 22 نومبر 1963ع تي صدر جان ايف ڪينيڊيءَ کي قتل ڪيو ويو. 1968ع ۾ ڪارن جي حقن لاءِ آواز اٿاريندڙ اڳواڻ مارٽن لوٿرڪنگ کي قتل ڪيو ويو. 20 جولاءِ 1969ع تي آمريڪي خلائي جهاز اپولو II وسيلي خلاباز نيل آمسٽرانگ، ايڊون ايلڊرن ۽ مائيڪل ڪولينز چنڊ تي لٿا، جنهن کي سڄي دنيا جي عوام ٽي ويءَ تي سڌو سنئون ڏٺو. 26 فيبروري 1991ع تي آمريڪا ڪويت کي عراق جي قبضي مان ڇڏايو. 07 نومبر 2000ع جي صدارتي چونڊن ۾ جارج واڪر بش صدر چونڊجي آيو. 11 سيپٽمبر 2001ع تي ٻہ مسافرن سان ڀريل جهاز ورلڊ ٽريڊ سينٽر ۽ آمريڪي وزارت دفاع جي آفيس پينٽاگون سان ٽڪرائجي ويا ۽ ورلڊ ٽريڊ سينٽر جا ٻئي ٽاور پٽ اچي پيا. آمريڪا ان دهشت گرديءَ جو ذميوار اُسامہ بن لادن کي قرار ڏنو، جيڪو افغانستان ۾ طالبان جو مهمان هو. انهيءَ الزام هيٺ افغانستان تي حملو ڪري طالبان جي حڪومت جو خاتمو آندو ويو. اها لڙائي اڃا بہ جاري آهي، 2003ع جي سياري ۾ آمريڪا عراق تي حملو ڪري صدام حسين



11 سيپٽمبر 2001ع جو واقعو

کي گرفتار ڪري، ڪيس عدالت ذريعي ڦاهي ڏياري. عراق ۾ هينئر بہ نيٽو فورسز ويڙهاڪن کي منهن ڏيئي رهي آهي. آمريڪا 51 رياستن جو وفاق آهي، جتي صدارتي طرز جي حڪومت قائم آهي. صدر رياست جو مملڪتي اڳواڻ سربراهہ (هيڊ آف اسٽيٽ)، حڪومت جو اڳواڻ، سيني آئيني ۽ انتظامي اختيارن جو مالڪ ۽ هٿياربند فوجن جو سپريم ڪمانڊر آهي. صدر عوام جي ووٽن سان چئن سالن لاءِ چونڊبو آهي. ڪابينا ۽ رياستي گورنرن جي چونڊ صدر پاڻ ڪندو آهي. هن وقت آمريڪا جو صدر بارڪ حسين اوباما آهي (ڏسو: اوباما، بارڪ)، جيڪو تاريخ جو پهريون سربراهہ آهي، جنهن جو تعلق ڪاري نسل سان آهي. هن کي 2009ع جو امن جو نوبل انعام بہ مليو آهي. آمريڪا جي آزاديءَ جو ڏهاڙو 04 جولاءِ 1776ع آهي، ۽ ڪيس گڏيل قومن جي اداري (UNO) جي ميمبرشپ 24 آڪٽوبر 1945ع کان حاصل آهي.

**آمنہ بيبي**: آنحضرت محمد مصطفيٰ صلي اللہ تعاليٰ عليہ وسلم جن جي والده سڳوري، حضرت بيبي آمنہ بنت وهب بن عبدالمناف قريش قبيلي جي نهايت ئي پاڪدامن ۽ نيڪ صورت عورت هئي. سندس والد بنو زهره جو سردار ۽ قريش قبيلي ۾ نهايت محترم ۽ عزت وارو ليکيو ويندو هو. سندس والده جو نالو برة بنت عبدالغزيٰ بن ڪلاب هو. بيبي صاحبہ جو نڪاح، آنحضرت صلي اللہ عليہ وسلم جن جي والد بزرگوار، حضرت عبداللہ سان ٿيو. حضرت عبداللہ شاديءَ کان سنت ئي پوءِ خاندان سان گڏ واپار سانگي شام ملڪ ڏانهن ويو. واپسيءَ تي پنهنجي والد عبدالمطلب جي هدايت موجب، مدينہ طيبہ ۾ ڪجور جي واپار خاطر رهي پيو. مڃاڻ جو اتي بيمار ٿي پيو ۽ 25 ورهين جي ڄمار ۾ دارالبقا ڏانهن راهي

ٽيو. ڪيس مديني منوره ۾ دفنايو ويو. سندس وفات کانپوءِ بيبي آمنہ سڳوري اڪيلي ٿي پئي. آنحضرت صلي الله عليہ وسلم جن اجا سندس شڪم مبارڪ ۾ ئي هئا. ستت ئي حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جو ظهور 12 ربيع الاول سنہ 1 "عام الفيل" 22 اپريل 571ع ۾ مڪي پاڪ ۾ ٿيو. عرب جي دستور موجب ڪين چار سال، دائي حليمہ وٽ ڪير پيئڻ، تربيت ۽ ڳوٺاڻي ٻولي سکڻ لاءِ ڇڏيو ويو. جڏهن حضور ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي عمر ڇهہ ورهيہ ٿي، تہ بيبي آمنہ سيده کي خيال ٿيو تہ پنهنجي مڙس جي مزار جي زيارت ڪريان ۽ پيڪن کان بہ ٿي اچان. انهيءَ ارادي سان حضور صلي الله عليہ وسلم جن کي ۽ پنهنجي ورثي ۾ مليل ٻانهي، "ام ايمن" کي ساڻ ڪري، مديني پاڪ پهتي. بيبي آمنہ مديني ۾ دارا النابغہ ۾ هڪ مهينو ٽِڪي، پوءِ جيئن ئي واپسيءَ جي سفر تي اُسهي ۽ منزل آبواءَ پهتي تہ سندس زندگيءَ جا ڏينهن پورا ٿيا، سندس آخري آستانو بہ اتي ئي ٿيو.

**آمين**: "آمين" اصل ۾ عبراني زبان جو لفظ آهي، جيڪو عربي زبان ۾ پڻ ساڳي صورت ۾ استعمال ٿيو آهي. هن لفظ جي لغوي معنيٰ آهي "خدايا قبول ڪر". گهڻو ڪري هي لفظ "سورة الفاتحہ" (الحمد شريف) جي پُڄاڻيءَ تي ۽ هر دعا جي آخر ۾ چيو ويندو آهي. قرآن پاڪ ۾ هي لفظ نہ آهي، ۽ نہ ئي وري ٽئين خليفي جامع القرآن حضرت عثمان غنيؓ جي مرتب ٿيل ابتدائي نسخي ۾ آيل آهي. البتہ هر دعا جي آخر ۾ "آمين" چوڻ سنت آهي، جنهن مان خير ۽ برڪت جي مراد ورتي وڃي ٿي.

**آهيداڻي، شيخ موسيٰ رحہ**: هندوستان ۾ شيخ موسيٰ بن اسحاق آهيداڻي رحہ جو نالو مشهور بزرگن ۽ الله لوڪ صوفين ۾ شمار ٿئي ٿو. هيءَ 1292ع ڌاري آڏيپور ۾ ڄائو هو ۽ سلطان علاؤالدين خلجي جي دور ۾ سنڌ ۾ آيو. پنهنجي وقت جو ناميارو صوفي ۽ بزرگ ٿي گذريو آهي. پاڻ "قادري" طريقت سان وابستہ هو. زندگيءَ جا آخري ڏينهن ساڳري درياهہ جي ڪناري تي عبادت ڪندي گذاريائين. 1366ع تي وفات ڪيائين. ڪيس ساڳري واهہ جي ڪناري تي دفن ڪيو ويو.

**آئرلينڊ** (Ireland): هن ملڪ جو سرڪاري نالو جمهوريہ آئرلينڊ (Republic of Ireland) آهي، جنهن جو پراڻو نالو هائبرنيا هو. آئرلينڊ جي اصل معنيٰ آهي، "الهندو هيٺ". جو تہ اهو يورپ جي اولهہ ۾ آهي. آئرلينڊ برطانيا جي اولهہ ۾ ائٽلانٽڪ سمنڊ ۾ موجود هيٺ آهي. اترين آئرلينڊ هن جي اتر ۾ آهي.




آئرلينڊ جي ڪل پکيڙ 70282 چورس ڪلوميٽر (27129 چورس ميل) ۽ آبادي 40 لک آهي. گاديءَ جو هنڌ ڊبلن (Dublin) ۽ سڀ کان مٿانهون هنڌ ڪارانٽو هل (بلندي: 1041 ميٽر) آهي. آئرلينڊ جي موسم وچولي، سرد ۽ خوشگوار رهندي آهي، جنهنڪري گاهہ سڄو سال سائو رهندو آهي. آئرلينڊ جي مکيہ معدنيات زنڪ، شيهو، قدرتي گيس، چاندي، ڊولومائيٽ، جست، چپسم، چُن ۽ ٽامو آهي.

آئرلينڊ کي زمرد جو هيٺ چيو ويندو آهي. تاريخدانن موجب آئرلينڊ جا پهريان رهواسي يورپ جي مرڪزي حصي مان اٽڪل 600 ق.م ۾ اچي هتي آباد ٿيا. انهن ماڻهن اتر اوير ڪناري (هاٿوڪي لارني) تي اچي پڙاءُ ڪيو. جيڪي شڪاري ۽ مهاڻا هئا. اٽڪل 400 ق.م ۾ برطانيا ۽ يورپ مان اينڊز ڪيلٽڪ (Celtic) قبيلن آئرلينڊ تي حملو ڪري هيٺ کي توئاٽ (Tuath) نالي ننڍين رياستن ۾ ورهايو. لوهہ جي زماني 300 ق.م ۾ هيٺ تي ڪيلٽڪ تهذيب ۽ ثقافت کي اسرڻ جو موقعو مليو. 432ع ۾ سينٽ پيٽرڪ عيسائي مذهب کڻي آيو. جنهن کي آئرش قوم قبوليندي ڪيس سرپرست (Patron) طور قبوليو. 14 صدي عيسويءَ ۾ لڳ ڀڳ سڄو آئرلينڊ نارمنن جي هٿ هيٺ اچي ويو، جن انگلينڊ جي اترن مان پاڻ کي آجو ڪندي، پنهنجي زبان ۽ ڪلچر رائج ڪيو. 1541ع ۾ هينري ائين انگريزي قانون نافذ ڪيا. ان کان پوءِ لاڳيتو انگريزئي رهيا. 29 ڊسمبر 1937ع تي نئون آئين لاڳو ڪيو ويو. ملڪ کي IFS بجاءِ EIRE (آئرلينڊ) جو نالو ڏنو ويو. 30 مئي 2000ع تي برطانيا اتر آئرلينڊ اسيمبليءَ کي اندروني خودمختياري ڏني، پهرئين جنوري 2002ع تي آئرلينڊ ۾ يورپي يونين جي گڏيل ڪرنسي يورو رائج ڪئي وئي.

1937ع جي آئين موجب آئرلينڊ هڪ خودمختيار آزاد پارلياماني جمهوري رياست آهي. صدر رياست جو اڳواڻ، هٿياربند فوج جو سپريم ڪمانڊر ۽ پهريون شهري (First Citizen) آهي. آئرلينڊ جي آزاديءَ جو ڏهاڙو 6 ڊسمبر 1921ع آهي ۽ گڏيل قومن جي اداري جو ميمبر 14 ڊسمبر 1955ع کان آهي.

**آئزن هاور** (Eisenhower): آئزن هاور آمريڪي جنرل ۽ مدبر، آمريڪا جو چوٽيهون صدر رهيو. هو 1890ع ۾ ڊيني من (ٽيڪساس) ۾ پيدا ٿيو. 1915ع ۾ فوج ۾ ڀرتي ٿيو. ٻي جنگ عظيم شروع ٿي تہ آمريڪي چيف آف اسٽاف، جنرل مارشل جي آفيس ۾ برگيڊيئر جنرل جي حيثيت سان جنگي منصوبہ بنديءَ جو سربراهہ مقرر ڪيو ويو. جون 1942ع ۾ يورپ ۾ آمريڪي فوج جو ڪمانڊر بڻايو ويو. نومبر 1942ع ۾ اتر آفريڪا تي اتحادي فوجن جي حملي جي اڳواڻي ڪئي. جنوري 1943ع ۾ مغربي يورپ ۾ اتحادي فوج جو سپريم ڪمانڊر بڻايو ويو. 1944ع ۾ جنرل جي عهدي تي فائز رهيو. 6 جون 1946ع ۾ فرانس تي حملو ڪيائين ۽ پوءِ وري مغربي يورپ ۽ جرمنيءَ تي حملن جي ڪمان سنڀاليائين. 1945ع کان 1948ع تائين آمريڪي فوج جو چيف آف اسٽاف رهيو. ان کانپوءِ رٽائرڊ ٿي ڪولمبيا يونيورسٽيءَ جو صدر ٿيو. 1951ع ۾ نيٽو فوج جو ڪمانڊر بڻايو ويو. 1952ع ۾ ري پبلڪن پارٽيءَ طرفان صدارتي چونڊن ۾ حصو ورتائين. ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ جي اميدوار کي شڪست ڏئي ڪامياب ٿيو. 1956ع ۾ ٻيهر صدارتي چونڊن ۾ حصو ورتائين ۽ پنهنجي مخالف ايڊلائي سيٽونسن کي ٻيو ڀيرو شڪست ڏئي صدر چونڊجي ويو. 1961ع ۾ سياست تان رٽائرمينٽ ڪيائين. آئزن هاور ويٽنام ۾ ايٽمي هٿيارن جي استعمال جو زبردست حامي هو. هو 1969ع ۾ وفات ڪري ويو.



**ابدال:** ابدال عربي زبان جي لفظ "بدل" مان ورتل آهي، جنهن جي لغوي معنيٰ آهي: "عيوضي يا هٽي جي بدران ڪم ڪندڙ". اصطلاحي زبان ۾ الله پاڪ جي محبت ۾ دنيا جي ڪاروبارن کان ڪناره ڪشي ڪندڙ شخص، الله لوڪ درويش، خدا جو خاص (پيارو) ٻانهو، مجذوب يا مست فقير.

عام طرح چيو ويندو آهي ته، دنيا ۾ ستر ابدال هر وقت موجود رهن ٿا، جن مان چاليھ شام ۾ ۽ باقي ٽيھ دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پکڙيل آهن. پوءِ جڏهن به خدا تعاليٰ جي پيارن بندن مان ڪو لاڏاڻو ڪري ٿو، ته سندس جاءِ تي ڪنهن هٽي کي بزرگي عطا ٿئي ٿي.

**ابر:** ابر فارسي زبان جو لفظ آهي، جنهن جي لغوي معنيٰ آهي: ميگھ، برسات وارو پاڻي، وسندڙ مينهن، بادل يا ڪڪر وغيره. اصطلاحي زبان ۾: آسمان ۾ پريل ڪڪر کي "ابر" چئبو آهي.

لغوي لحاظ کان "ابر" ڪيترن ئي محاورن ۾ استعمال ٿئي ٿو. مثلاً: رحمت واري ڪڪر (مينهن) کي "ابرِ رحمت"، بهار جي موسم ۾ وسندڙ ڪڪرن کي "ابرِ بهار"، ٻاجھ واري ڪڪر کي "ابرِ ڪرم"، موتي پيدا ڪندڙ ڪڪرن کي "ابرِ عليظ"، ڪاري وسندڙ ڪڪر (ڪارونيار) کي "ابر سياه"، عام وسڪاري (وسندڙ) واري ڪڪر کي "ابرِ مطير" ۽ ٻوڙان ٻوڙ (سمنڊ، تلاءُ ۽ ڍنڍون ڍورا ٻٽائيندڙ) ڪڪرن کي "ابرِ مرده" نالن سان سڏبو آهي.

**اِبر:** ابر عربي زبان جو لفظ "ابرة" مان ورتل آهي. جنهن جي لغوي معنيٰ آهي سُئي. سنڌ جي سرتاج صوفي شاعر شاھ عبداللطيف ڀٽائيءَ پنهنجي ڪلام سر مارئي (داستان ٽئين) ۾ پڻ "اِبر" کي استعمال ڪندي فرمائي ٿو ته:

پاڇا هي نہ پاڙيان، سرتيون! سئيءَ ساڻ؛
ڏکي اگهاڙن کي، ڪين ڍڪيائين پاڻ؛
ٻيھر ڇاپي ڇاڻ، اِبر جي اوصاف کي.

**ابرار قاضي:** سياسي ۽ سماجي اڳواڻ ابرار قاضي ولد سڄيڏنو قاضي 25 فيبروري 1942ع تي ڳڙهي تي ياسين ضلعي شڪارپور ۾ جنم ورتو. انهن ڏينهن ۾ سندس والد ڳڙهي ياسين جو مختيارڪار هو. ابرار قاضي پنهنجن 9 ڀائرن ۽ ڀينرن (خورشيد قاضي، اشفاق قاضي،نسيم عالماڻي، نشاط نور رضوي، اعجاز قاضي، ارشاد قاضي، امتياز قاضي، نرگس رضا اوٺو) ۾ چوٿين نمبر تي آهي. والد جي ملازمت سبب ابرار قاضي پنهنجي تعليم مختلف شهرن مان حاصل ڪئي، جن ۾ جيڪب آباد، لاڙڪاڻو، نواب شاھ، حيدرآباد وغيره اچي وڃن ٿا. هن بي ايس سي ممتاز ڪاليج خيرپور مان پاس ڪئي. ابرار قاضيءَ جا وڏا اصل ۾ حڪمت/ طب سان لاڳاپو رکندڙ هئا، هالا جا رهاڪو هئا، جيڪي پوءِ ميرن جي صاحبيءَ ۾ حڪمرانن جي دعوت تي خيرپور وڃي آباد ٿيا. هن جا وڏا ڄام آريءَ جي قبيلي "هوت" سان تعلق رکندڙ آهن. جڏهن ته سندس والده زبيده جوکيو جو تعلق ڳڙهي ياسين سان آهي.



ابرار قاضيءَ عملي زندگيءَ جو آغاز 1962ع ۾ پي. آءِ اي ۾ جهاز مڪينڪ طور ڪيو. 1968ع ۾ گرائونڊ انجنيئر جو امتحان پاس ڪيائين. اٿين ترقي ڪندي 1977ع ۾ سينيئر انجنيئر ٿيو. جولاءِ 1977ع ۾ جنرل ضياءُ الحق جي مارشل لا دوران دل برداشتہ ٿي ملڪ ڇڏي "عاليہ اردن ايئر لائينز" (Alia, The Royal Jordonian Airlines) ۾ سينيئر انجنيئر جي حيثيت سان شامل ٿيو. 1986ع ۾ اها نوڪري ڇڏي وطن واپس آيو. حيدرآباد ۾ رهائش اختيار ڪيائين. پنهنجي پيشي ۾ هو بوئنگ ۽ ٻين ڪيترن ئي جهازن کي سند ڏيڻ (Rating) جو اختيار رکي ٿو. حيدرآباد ۾ رهڻ دوران هو سماجي ۽ سياسي سرگرمين ۾ به حصو وٺندو رهيو. 1988ع ۾ وارن نسلي وڳوڙن بعد هن پنهنجي هم خيال ساٿين سان گڏجي 1990ع ۾ "سنڌ ڊيموڪريٽڪ گروپ" جوڙيو، جنهن جو پاڻ جنرل سيڪريٽري ٿيو ۽ ان جو صدر نامور وڪيل يوسف لغاريءَ کي چونڊيو ويو. هن گروپ گهٽي عرصي تائين سماجي ۽ سياسي ميدان تي خدمتون سرانجام ڏنيون. 1991ع ۾ هن گروپ طرفان درست آدم شماري لاءِ جاکوڙ ڪئي ۽ ڄام صادق حڪومت جي ڪن پاليسين جي کليل لفظن ۾ مخالفت ۽ تنقيد ڪئي. بعد ۾ 1996ع ۾ هن گروپ کي "سنڌ ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ" ۾ تبديل ڪيو ويو. انهيءَ پارٽيءَ پاران حيدرآباد ۾ ڪرايل هڪ سيمينار ۾ مختلف پارٽين جي اڳواڻن متفق ٿي "مظلوم قومن جو اتحاد" جوڙڻ جو فيصلو ڪيو. جيڪو پوءِ اسلام آباد ۾ ڪوٺايل هڪ ڪانفرنس ۾ "پونم" جي نالي سان نروار ٿيو. ابرار قاضيءَ 2001ع ۾ ساٿين جي صلاح سان "عوامي تحريڪ" ۾ شموليت اختيار ڪئي. ان عرصي دوران عوامي تحريڪ پاران هلايل هلچل سبب "سنڌ پاڻي ڪاميٽيءَ" جو قيام عمل ۾ آيو. ابرار قاضي ان جو 2007ع تائين سيڪريٽري رهيو. ان ئي ڪاميٽيءَ 2003ع ۾ "اينٽي گريٽر ٿل ڪئنال" ۽ "اينٽي ڪالاباغ ڊيم ايڪشن ڪميٽي" کي جنم ڏنو، جنهن جو بہ سيڪريٽري ابرار قاضي رهيو. هن ڪاميٽيءَ سنڌوءَ جي پاڻيءَ بابت ڀرپور تحريڪ هلائي. 2007ع ۾ هن عوامي تحريڪ کي خيرباد چئي ٻيھر "سنڌ ڊيموڪريٽڪ فورم" جي ڪنوينر طور پاڻ کي سياسي ۽ سماجي سرگرمين ۾ مصروف رکيو. انهيءَ فورم جي پليٽ فارم هن حيدرآباد جي تاريخي ماڳن جي تحفظ ۽ سنڌ جي ساموندي ٻيٽن کي وڪرو ٿيڻ کان بچائڻ لاءِ ڪامياب تحريڪ هلائي. هن ڪن سببن ڪري "سنڌ ڊيموڪريٽڪ فورم" تان استعيفيٰ ڏني، 2010ع ۾ "عوامي جمهوري ڪائونسل" جو بنياد وڌو، جنهن جو پاڻ ٻيھريون صدر چونڊيو ويو ۽ اڄڪلھ هو انهيءَ پليٽ فارم تان جاکوڙي رهيو آهي.

ابرار قاضيءَ سنڌ جي پاڻيءَ جي مسئلي تي تحقيق ۽ ڇنڊڇاڻ ڪري هڪ معلوماتي ڪتاب "Kalabagh Dam: The Sindh Case" لکيو، جيڪو 1998ع ۾ ڇپيو. هن نسلي سياست جي خلاف ايم ڪيو ايم بابت "سنڌ ڪيس" ناهڻ ۽ سپريم ڪورٽ ۾ داخل ڪرائڻ ۾ بہ مک ڪردار ادا ڪيو. ان کان سواءِ هو مختلف جڳ مشهور رسالن ۽ اخبارن ۾ اهم مسئلن تي مضمون ۽ ڪالم لکندو رهي ٿو. هن وقت هو حيدرآباد ۾ رهائش پذير آهي، جتي هو موٽرز ورڪشاپ ۽ تعميراتي ڪمن (Construction) جو ڪاروبار پڻ ڪري ٿو.

**ابراهيم، سورة:** قرآن پاڪ جي 14 نمبر سورة ابراهيم ۾ ست رڪوع ۽ 52 آيتون آهن. سورت جي شروعات "آلرٰ" جي لفظ سان ٿئي ٿي. مڪي ۾ نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جي آخري وقت ۾ نازل ٿي. هن ۾ مجموعي طرح سان نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم ۽ ٻين رسولن جي مخالفت ڪندڙن جو ذڪر ۽ حضرت ابراهيم عليہ السلام جي دعا جو ذڪر پڻ ٿيل آهي. ان دعا ۾ حضرت اسماعيل جو ذڪر بہ آهي، جڏهن حضرت اسماعيل عليہ السلام کي بيت الله جي ويجهو ريگستان ۾ ڇڏيو ويو هو. هن ۾ حضرت ابراهيم عليہ السلام جي نسل مان نبوت جي شروعات جو ذڪر بہ ڪيو ويو آهي، ان ڪري هن سورة جو نالو سورة ابراهيم رکيو ويو آهي.

**ابراهيم شاهہ، صوفي:** صوفي ابراهيم شاهہ قادري 27 جمادي الاول 1242هه/ 1826ع تي جهوڪ شريف ۾ پيدا ٿيو. شاهہ شهيد جي درگاهہ جو اٺون سجاده نشين هو. 21 محرم 1291 هه/ 1874ع تي وفات ڪيائين. سنڌي، هندي ۽ اردوءَ جو سٺو شاعر هو. شاعريءَ ۾ "مسڪين" ۽ "فقير" تخلص ڪتب آڻيندو هو. ڏنو وڃي ته پاڻ سٺو شاعر هو، پر سندس شاعري اڄڪلهه گهٽ ملي ٿي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکي ٿو ته: "نواب حاجي محمد خان لغاري تاجپوريءَ جي قلمي بياض ۾ سندس 26 ڪافيون موجود آهن." صوفي صادق جي راڳنامي ۾ به صدائون ۽ هڪ بيت موجود آهي، جڏهن ته ڪجهه هندي، سرائيڪي ۽ اردو ڪلام درگاهہ جي فقيرن وٽ به موجود آهي. سندس ڪلام جي اڀياس مان معلوم ٿئي ٿو ته صوفي ابراهيم شاهہ هڪ سٺو ۽ اهم شاعر هو. سندس ڪلام پختو ۽ بامقصد آهي.

**ابراهيم ڪرل:** ليکڪ ابراهيم ڪرل ولد مولا بخش 11 اپريل 1967ع تي خيرپور ۾ جنم ورتو. ناز هاءِ اسڪول خيرپور مان 1983ع ڌاري مئٽرڪ ڪيائين. 1992ع ۾ شاهہ لطيف يونيورسٽيءَ مان ايم. اي (سنڌي) ڪري ڊاڪٽر ادل سومري جي رهنمائيءَ هيٺ ايم. فل ڪيائين، سندس مقالي جو موضوع "نسيم ڪرل جون ڪهاڻيون" هو. سن 2000ع کان گورنمينٽ ڊگري ڪاليج پير جي ڳوٺ ۾ سنڌيءَ جو ليڪچرر آهي. هو نسيم ڪرل يادگار ڪاميٽيءَ جو آرگنائيزر ۽ سنڌي ادبي سنگت شاخ خيرپور جو 3 ڀيرا سيڪريٽري به چونڊيو. سندس ڇپيل ڪتابن ۾ (1) تنهنجي وٺي ڪان پوءِ (1992ع) (2) روپ بهروپ (1991ع) (3) درياهہ جي هن پار (2003ع) (4) سپني ڪان سهڻي ساڀيان (ڊاڪٽر تنوير عباسي جون تقريرون: ترتيب: 2004ع). ابراهيم ڪرل هن وقت خيرپور ۾ رهائش پذير آهي.



**ابڙو، حميد:** هن ليکڪ جو نالو عبدالحميد ابڙو آهي، 2 اپريل 1973ع تي ٺل تعلقي جي ڳوٺ حاجي شاهنواز ڏيتي ۾ علي محمد ابڙي جي گهر ۾ جنم ورتائين. پرائمري تعليم ڳوٺ مان، مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ٽريننگ ڪاليج حيدرآباد مان، انٽر ۽ گريجوئيشن سچل سرمست ڪامرس ڪاليج حيدرآباد مان ۽ ايم اي اڪنامڪس سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪيائين. حميد ابڙي 1992ع کان اخبارن ۽ رسالن ۾ پروف ريڊر، ڪمپوزر ۽ سب ايڊيٽر طور ڪم شروع ڪيو جنهن دوران سندس ادب ڏانهن دلچسپي وڌي ۽ روزاني عبرت، خادم وطن، عبرت مئگزين، ماهوار هزار داستان، سنڌ رنگ ڊائجسٽ ۽ هفتيوار سنڌو ۾ سندس ڪهاڻيون ۽ مضمون ڇپجندا رهيا. حميد ابڙي ڪهاڻين ۾ سماجي قدرن، ديس واسين سان محبت ۽ غريب طبقي جي مسئلن کي اجاگر ڪيو آهي. ڪيس سندس ٽي وي ڊرامي "درياهہ جو درد" تي 2004ع ۾ بهترين ڊرامہ رائيٽر جو اوارڊ ڏنو ويو ان ڪانسواءِ 2009ع ۾ انيس انصاري اڪيڊمي پاران سندس ڪهاڻي "مٽي" تي اوارڊ ڏنو ويو.

**ابل واهه:** "ابل واهه" خيرپور ميرس جي حدن ۾ واقع آهي. عام طرح سرڪاري نالي "خيرپور ويسٽ فيڊر" (Khairpur West Feeder) سان ياد ڪيو وڃي ٿو. جنهن جي 1352هه (1934ع) ۾ کوٽائي شروع ٿي ۽ 1936ع ۾ به هزار ڪيوسڪ (Cusecs) مطابق مڪمل آباديءَ جي لائق بڻيو. هي واهه سکر بئراج جي کاٻي پاسي کان سنڌو نديءَ مان نڪري ٿو. شاخن سميت ان جي ڊيگهه 366 ميل (589 ڪلوميٽر) آهي. ان واهه مان ساڄي ۽ کاٻي طرف کان جملي 34 شاخون نڪرن ٿيون. آمد رفت لاءِ مٿس ڏهه وڏيون پليون آهن، جڏهن ته ننڍين (ڳوٺاڻين) پلين جو تعداد ٻاويهه آهي. پاڻيءَ جي روڪ ٿام لاءِ پنج وڏا ريگيوليٽر (Regulators) به تعمير ٿيل آهن.

ابل واهه، خيرپور رياست جو وڏو واهه ليکيو وڃي ٿو. هڪ اندازي مطابق چار لک ڏهه هزار ايڪڙ ايراضيءَ کي سيراب ڪري ٿو. سندس سنڀال لاءِ 1936ع کان هڪ ايگزيڪيوٽو انجنيئر (Executive Engineer)، 2 سب ڊويزنل آفيسر، 14 سب انجنيئر (Over sears)، 20 آبدار ۽ 29 داروغا پڻ مقرر ڪيل آهن.

ابل واهه خيرپور ۽ گمبٽ تعلقن جي ايراضي آباد ڪندو، ڳاڙهي موري، پريالوءِ، پير ڳوٺ، احمدپور، ڪوٽ پل، ماڇيون، راڻيپور ۽ گمبٽ شهرن مان لنگهي ٿو. هن واهه تي آباديءَ جي اعتبار کان ڪٽڪ، ڪپهه، چانور، جوئر، سرنهن، چانهيو ۽ داليون وغيره ٿين ٿيون. ان کانسواءِ ڪجين، ليمن ۽ انبن جا باغ به وڏي تعداد ۾ سيراب ڪري ٿو. هي ٻارهن ئي مهينا وهندڙ واهه آهي، جنهن کي انجنيئري اصطلاح ۾ "Perennial" سڏبو آهي.

**ابنِ اسحاق:** "تاريخ اسلام" ۾ جن شخصيتن کي بنيادي حيثيت حاصل رهي آهي، انهن ۾ ابن اسحاق يعني ابو عبدالله محمد بن اسحاق بن يسار جو نالو سرفهرست آهي. ابو عبدالله بن اسحاق مديني شريف ۾ تقريباً 84 هه (703ع) ڌاري پيدا ٿيو. ننڍپڻ کان ئي محنتي هو. الله پاڪ کيس تيز ذهانت عطا ڪئي هئي، جنهنڪري قابل استادن جي نظر فيض اثر هيٺ، عربي زبان تي وڏو عبور حاصل ڪيائين. ادب جي سلسلي ۾ وقت جي وڏن وڏن عالمن کي به پنهنجي حيثيت مڃائڻ ۾ دير نہ ڪيائين. ان کان سواءِ روايتن کي صحيح انداز ۾ محفوظ ڪرڻ لاءِ پنهنجي زماني جي اڪابرن سان به ڪي قدر اختلاف رهيس، جنهن جي ڪا به پرواهہ نہ ڪري، ويتر قلم جي رفتار وڌائڻ لڳو. ايستائين جو مالڪ بن انس جهڙي جيد عالم سان به ڪيترين روايتن تي زباني ڏي وٺ ڪيائين. هُو سچائيءَ جو ساٿ ڇڏي نہ سگهيو ۽ ملڪ ڇڏڻ تي مجبور ٿيو. ابنِ اسحاق اڳ ۾ مصر ويو ۽ پوءِ عراق کي پنهنجو مستقل ٺڪاڻو بڻائي رهڻ لڳو. وقت جي خليفي المنصور کيس بغداد اچڻ جي دعوت ڏني. جتي 67 ورهين جي ڄمار ۾ 151هه (768ع) ۾ وفات ڪيائين ۽ کيس امام ابو حنيفہؒ جي پرسان جاءِ ملي. سندس شاگردن جو حلقو وسيع هو. زياد بن عبدالله البڪائي ڪوفيءَ جو نالو هن ڏس ۾ سرفهرست آهي.

ابنِ اسحاق وڏو مؤرخ به هو. هن پنهنجي جهانن جي سردار حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم جن جي حياتي مبارڪ تي "سيرت النبيؐ" نالي ٻن جلدن ۾ نهايت وضاحت سان روشني وڌي آهي. سندس هي ڪتاب، پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وسلم جن جي حالاتِ زندگيءَ تي، قديم ڪتاب آهي. هجري چوٿين صديءَ ۾ الوزير المغربيءَ هن ڪتاب کي اصلي صورت ۾ نقل ڪرائي، محفوظ ڪيو.

**ابن الجوزي:** ابن الجوزي جو پورو نالو عبدالرحمان الجوزي هو. غالباً 510هه (1116ع) ڌاري سندس ولادت ٿي. پاڻ مشهور حنبلي طريقي جو محدث ۽ تاريخدان ٿي گذريو آهي. حياتيءَ جو وڏو حصو تصنيف ۽ تاليف سان گڏ وعظ ۽ نصيحت ۾ مشغول رهيو. "المنتظم" نالي سان ڪيترن ئي جلدن تي ڦهليل عربي زبان ۾ "تاريخ" به قلمبند ڪيائين. جيڪا 574هه (1178ع) ڌاري راس ڪيائين. هن ڪتاب ۾ سياسي تاريخ سان گڏ، ان دور جي نامور عالمن، اديبن، شاعرن ۽ اڪابرن جا تفصيلي احوال پڻ

محفوظ ڪيا اٿس. ان ڪانسواءِ امير المومنين حضرت عمر بن خطاب رضہ (583-646ع) ۽ حضرت عمر بن عبدالعزيز رح (681-720ع) جي مناقبن کي پڻ تصديق سان جمع ڪيائين. ”المنتظم“ جا ڪجهہ حصا حيدرآباد دکن (هندستان) ۾ ڇپيا بہ آهن.

هڪ اندازي مطابق هن نيڪ مرد 94 ورهين جي عمر ۾ 597هہ/ 1200ع ڌاري وفات ڪئي.

**ابن بيطار**: مسلمان سائنسدان، ماهر نباتيات، ابن بيطار ٻارهين صدي عيسويءَ ۾ پيدا ٿيو. علم نباتيات جي ڄاڻ خاطر آفريڪا ڪانسواءِ ڪيترن ئي ملڪن جو سير ۽ سفر ڪيائين. مصر ۾ هن ماهر نباتيات جي حيثيت سان ڪم ڪيو. جتي هن مختلف جڙي ٻوٽين تي تحقيق ڪئي. ابن بيطار جا بہ مشهور ڪتاب، جن ۾ ”الجامع في الادويہ المفروده“ جنهن ۾ قدرتي ٻوٽن مان حاصل ٿيندڙ دوائن ۽ ان جي فائدن ۽ نقصانن جي باري ۾ لکيل آهي ۽ ٻيو ”المغني في الحلاج بالا دويہ المفرده“ هن ڪتاب ۾ دوائن مان ٿيندڙ فائدن جو ذڪر ٿيل آهي.

**ابن رشد**: اندلس جو هڪ مشهور معروف عالم، فاضل، فلسفي، فقہ ۽ حاذق حڪيم ابوالوليد محمد بن احمد بن محمد المعروف ”ابن رشد“ 9 صفر المظفر 560هہ (1164ع) تي قرطبہ ۾ پيدا ٿيو. سندس خاندان وڏيءَ پهچ وارو ۽ علم دوست هو. اهڙي سلجهيل ماحول ۾ ابن رشد، ابتدائي سکيا سان گڏ فقہ ۽ طب ۾ پڻ خاصي مهارت حاصل ڪئي. وڌيڪ سمجهہ پرپو ٿيڻ سان مشهور فلسفي ۽ طبيب ابن طفيل (1101- 1158ع) جي مشوري موجب مراڪش ويو، جتي سرڪاري اعزازن سان سرشار ٿيو ۽ سندس ئي صلاحن سان ارسطو (384- 322 ق.م) جي مشهور ڪتابن جون شرحون لکڻ لڳو.

ابن رشد، ڪجهہ وقت لاءِ آشبيلہ ۽ قرطبہ ۾ ”قاضي“ بہ ٿي رهيو. مراڪش جي سلطان ابن يوسف ڪيس 578هہ/ 1182ع ۾ شاهي خاندان جو طبيب مقرر ڪيو. ستت ئي سندس صلاحيتن جي واکاڻ وڌي، جنهنڪري قرطبہ ۾ ”قاضي القضات“ جي ڪرسي سنڀاليائين. پاڻ هڪ وڏو دانا ۽ بردبار شخص هو، جنهنڪري ارسطو (Aristole) جي علمي، ادبي ۽ فلسفيانہ نظرين جي شرحن لکڻ ڪان علاوه ”افلاطون“ (427 ق.م/ 347 ق.م) جي جڳ مشهور ڪتاب ”جمهوريت“ جي شرح بہ قلمبند ڪيائين. ان ڪانسواءِ امام غزالي رح (1058-1111ع) جي جواب ۾ ”تهافتہ التهافتہ“ نالي ڪتاب بہ لکيائين. اهڙيءَ طرح فقہ جي سلسلي ۾ ”ندايتہ المجتهد“، طب ۾ ”الڪليات“ ۽ مذهب ۽ فلسفي جي موافقت ۾ وري ”فصل المبقال“ ۽ ”ڪشف المناهج“ نالن سان ڪتاب بہ لکيائين، جيڪي سندس غير فاني شاهڪار ڪتاب ڇپيا وڃن ٿا. سندس اها دعويٰ هئي تہ ”حقيقت ۾ مذهب فلسفي حقيقتن جو ڇٽو اظهار آهي، جنهن جي مخالفت مسلمان عالمن توڙي عيسائي پادرين وڏي زور شور سان ڪئي آهي.“ پاڻ عقليت پسند وحدت الوجودي هو ۽ اجتماعي عقل کي اخلاق جو معيار قرار ڏئي ٿو.

هڪ اندازي مطابق ابن رشد ڇاليهہ ڪتاب قلمبند ڪيا. 1198ع ۾ جيل مان آزاد ٿي ٻيهر تصنيف ۽ تاليف کي پنهنجو مشغلو بڻايائين. سلطان منصور سندس جوڳو قدر ڪندي ڪيس وڏي عزت وارو مرتبو ڏنو آخر ٿورن ڏينهن بعد 595هہ/ 1198ع ۾ وفات ڪيائين. سندس لکيل ڪتاب جيتوڻيڪ اڄ ڏسڻ لاءِ بہ موجود نہ آهن، صرف دنيا جي مختلف زبانن ۾ انهن جا ترجما، سندس ياد تازي ڪندا رهن ٿا. ان ۾ ڪو بہ مبالغو نہ آهي، تہ علم جي اعتبار ڪان، مشهور فلسفي ارسطو ڪان پوءِ ابن رشد کي اهميت حاصل آهي.

**ابن سعد**: ابن سعد جو پورو نالو ابو عبدالله محمد بن سعد بن منيع البصري هو ۽ 168هہ/ 784ع ۾ بصري ۾ ڄائو. خداوند ڪريم ڪيس اعليٰ ذهانت سان نوازيو هو. عمر جو وڏو حصو بغداد ۾ رهي، وڏن وڏن عالمن وٽان علم پرايائين. سندس استادن ۾ علامہ واقدي جو نالو سر فهرست آهي، جنهن جي تحريرن کي مددگار جي حيثيت سان مرتب ڪندو رهيو، انهيءَ ڪري ”ڪاتب الواحدي“ سڏجڻ لڳو.

استاد جي وفات ڪان پوءِ ٻارهن جلدن تي مشتمل هڪ ضخيم ڪتاب عربي زبان ۾ قلمبند ڪيائين، جيڪو ”ڪتاب الطبقات الڪبير“ جي نالي پڌرو آهي. هن ڪتاب ۾ ٻنهي جهانن جي سردار، حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم جن جي حيات بابرڪات، سندن اصحاب سڳورن جي سوانح مبارڪ ۽ تابعين جي جامع ۽ مڪمل معلومات هٿ ڪري، محفوظ ڪيائين. سندس هي ڪتاب ”طبقات ابن سعد“ جي نالي سان اسلامي تاريخ ۾ مستند ۽ بنيادي حيثيت سان ڄاتو سڃاتو وڃي ٿو. انهيءَ لکڻ ۾ وڌاءُ نہ ٿيندو، تہ مذڪوره ڪتاب جهڙو جامع ۽ مفصل ڪتاب اڄ تائين ٻيو ڪو نہ لکيو ويو آهي. 1904ع ڪان 1907ع تائين، جرمنيءَ جي چند عالمن هن ڪتاب کي اٺن جلدن ۾ نئين آب ۽ تاب سان نهايت سهڻي نموني ۾ ڇپرائي محفوظ ڪيو آهي. ابن سعد هڪ متقي، پرهيزگار ۽ خدا جي پيارن ٻانهن مان هو. ڪافي شاگرد هيس، جيڪي اعليٰ پايي جا عالم سڏيا ويا. 4 جمادي الآخر 230هہ مطابق 16 فيبروري 845ع تي بغداد ۾ وفات ڪيائين. ”ڪتاب الطبقات الصغير“ نالي سندس هڪ ٻي تصنيف بابت بہ شهادتون ملن ٿيون.

**ابنِ مقلہ بيضاوي**: ابن مقلہ بيضاوي اسلامي دنيا جي عباسي دور (136هہ/753ع-334هہ/945ع) جو وڏو عالم، اڪابر، خطاط ۽ سياستدان ٿي گذريو آهي. هن جو اصل نالو ابو علي محمد بن حسين بن مقلہ بيضاوي هو. هو ابن مقلہ جي نالي سان مشهور ٿيو. هن تاريخ 21 شوال 272هہ مطابق 31 مارچ 886ع ۾ بغداد شهر ۾ جنم ورتو. هن جا وڏا اصل حافظ شيرازيءَ جي شهر ”شيراز“ جا رهندڙ هئا. خطاطيءَ ۾ هن جو وڏو ڪارنامو اهو آهي تہ هن ”نسخ خط“ (Naskh Script) کي عاليشان ۽ لازوال خوبيون عطا ڪيون. ”نسخ“ جي معنيٰ ئي اها آهي تہ لکت جو هڪ اهڙو نمونو، جيڪو ٻين لکتن جي نمونن (Script Styles) کي منسوخ ڪري ڇڏي. هن عربي ٻوليءَ جي آئيوٽا (Alphabet) کي نئين سر تشڪيل ۽ ترتيب ڏني ۽ قرآن کي اعرابن ڏيڻ واري ابوالاسور ۽ نصر بن عاصم واري ڪم کي مڪمل ڪيو. هن ڪان ٻهرين اسلامي دنيا ۾ خطاطيءَ جا چار قسم مدني، مڪي، بصري ۽ ڪوفي رسم الخط مروج هئا. انهن مان مدني مڪي ۽ بصري هڪٻئي جي ويجهو هئا، جڏهن تہ ڪوفي خط گهڻو مختلف هو. ابن مقلہ خطاطيءَ جا ڇهہ اسلوب ثلث (Thulth)، نسخ (Naskh)، ريحان (Raihan)، محقق (Mohaqqaq)، توقيع (Touqi) ۽ رقاع (Riqa) جوڙي راس ڪيا. خطاطيءَ جا اهي ڇهہ نمونا مڪي/ مدني/ بصري (Arabic) ۽ ڪوفي (Kufiic) تان اسريا آهن. ان ريت چئي سگهجي ٿو تہ هن هر هڪ لکت جي پراڻي نموني مان ئي 3 نوان اسلوب تيار ڪيا. هن خطاطيءَ جي فن جا اصول قائم ڪيا ۽ اکرن جي صورتن جو بنياد ماپن ۽ نقطن تي رکيو. هن جي جوڙيل ’خط نسخ‘ ٻين قديم لکت جي اسلوبن کي رد ڪري ڇڏيو. اڄ ڏينهن تائين قرآن مجيد توڙي عربي ۽ سنڌي لکت جو نمونو ”نسخ“ ئي آهي. سندس توقيع خط، خاص

لفظن لکڻ لاءِ کتب اچي ٿو. جيڪڏهن ان خط لکڻ واري قلم جي نوڪ/ نب جيڪڏهن سنهي هوندي ته خط جي طرز کي "غبار" (ڌنڌ) سڏبو آهي. ٽن جو انگ هن جي سڄي زندگيءَ تي حاوي رهيو. هو اسلامي دنيا جي ٽن خليفن مقتدر بالله، القاهر باالله ۽ الراضي باالله جي حڪومتي دور ۾ ٽي ڀيرا وزير اعظم مقرر ٿيو ۽ ٽي ڀيرا اقتدار تان لاٿو ويو. هو ٽي ڀيرا پنهنجي ابائي وطن "شيراز" ويو. هن جا ٽي وڏا دشمن هئا: هڪ ابوالحسن، ٻيو ترڪ سردار امير مظفر بن ياقوت ۽ بغداد شهر جو ناظر ابن رائق. هو هي خليفي الراضي باالله جي ظلم ۽ زيادتين جو ٽي ڀيرا شڪار ٿيو. پهريون ڀيرو کيس اقتدار تان لاٿو ويو، ٻيو ڀيرو هن جو هڪ هٿ ڪپيو ويو، ٽيون ڀيرو کيس قتل ڪيو ويو. هن کي ٽي ڀيرا دفن ڪيو ويو. پهريون ڀيرو قتل کان پوءِ قيد خاني ۾، ٻيو ڀيرو الراضي باالله جي حڪم تي قبرستان ۾ ۽ ٽيون ڀيرو سندس زال جي درخواست تي سندس مڙهه قبرستان مان ڪڍي هڪ عمارت ۾ دفن ڪيو ويو. هو زندگيءَ ۾ هڪ هٿ کان محروم ٿيڻ ڪانپوءِ خطاطي واري وڍيل هٿ واري ڪرائيءَ تي قلم ٻڌي ساڄي ۽ کاٻي هٿ سان ساڳئي ريت ۽ ساڳئي رفتار سان خطاطي جا شهپارا تخليق ڪندو رهيو. هن جي نياڻيءَ سندس فن کي زنده رکيو ۽ ڪيترا ناميارا شاگرد پيدا ڪيا، جن مان علي بن هلال عرف ابن البواب، ابن مقله جي خطاطيءَ واري اسلوبن کي استقلال ۽ استحڪام بخشيو. هن "ابن مقله" جي خطاطيءَ وارن طرزن موجب قرآن جا 54 اتارا تيار ڪيا. ابن مقله جي موت تي بغداد جا اهل علم ۽ اهل خرد سڀئي رنا. هڪ شاعر چيو ته "اڄ ابن مقله نه پر ڏاهپ ۽ علم جو قتل ٿيو. هو هڪ شاعر، نثر نگار ۽ عظيم خوشنويس هو". هن کي 64 ورهين جي ڄمار ۾ تاريخ 10 شوال 328 هه بمطابق 20 جولاءِ 940ع تي شهيد ڪيو ويو.

**ابوالحسن "صغير"**: مشهور محدث ميان غلام حسين ولد مخدوم ابوالحسن "صغير"، پنهنجي وقت جو عالم ۽ صوفي درويش ٿي گذريو آهي. سندس والد خدا جي پيارن ٻانهن مان هو. غالباً 1102هه (1691ع) ڌاري ٺٽي ۾ ڄائو. ظاهري خواه روحاني تعليم ۾ پنهنجي والد جو صحيح پيروڪار ثابت ٿيو. جوانيءَ ۾ حرمين شريفين ويو، جتي جيد عالم مجدد ۽ شيخ المشائخ مخدوم سيد محمد حيات سنڌيءَ (1661-1751ع) جي قائم ڪيل مديني شريف واري مدرسي ۾ پڙهڻ لڳو. سندس حياتيءَ ۾ نه ساڻس ٻانهن ٻيلي ٿي رهيو، پر وفات بعد به مخدوم سنڌيءَ جو جانشين بڻجي، مدرسي جي نظام کي باقاعده هلائڻ لڳو. آخر 82 ورهين جي عمر ۾ 1187هه (1773ع) ڌاري، مديني شريف ۾ ئي وفات ڪيائين.

مخدوم ابوالحسن "صغير" عربي ۽ فارسي زبانن تي دسترس رکندو هو. "صغير" تخلص سان سندس عربي شعر به ملي ٿو. وڏو پرهيزگار ۽ سني عقيدو رکندڙ هو. ڪافي شاگرد پيدا ڪيائين ۽ چوڏهن ڪتاب به لکيائين، جن مان ٻه رياض يونيورسٽيءَ جي درسي نصاب ۾ اڄ به شامل آهن. سندس تحريرون بامقصد ۽ عبرت ۾ وجهندڙ آهن. انهيءَ اعتبار کان ڪيس اسلامي دنيا جي انسائيڪلوپيڊيا چيو وڃي ٿو. سندس دعا مستجاب هئي ۽ اڪثر مديني جي مرسل جو ذڪر سندس زبان تي رهندو آيو. سيد غلام علي بلگرامي ۽ مولانا خيرالدين سورتيؒ جا نالا سندس خاص رفيقن ۾ ڳڻيا وڃن ٿا.

**ابو تراب**: ابو تراب، حضرت علي عليہ السّلام جن جو لقب آهي. ٻنهي جهانن جي سردار حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم جن، پرهيزگاريءَ ۽ حليمائيءَ جي لحاظ کان کين انهيءَ لقب سان سڏيو. ابو تراب جي لفظي معنيٰ آهي: "مٽيءَ جو پيءُ". لطيف سائينءَ به چيو آهي:

سو نہ ڪنهين شيءِ ۾، جيڪي منجهہ 'تراب'

(وڌيڪ ڏسو: حضرت علي عليہ السلام)

**ابو جعفر طوسي رح**: ابو جعفر محمد نصير الدين طوسي اسلامي دنيا جي وڏن مفڪرن مان هو. هو دنيا جي مختلف علمن جي ڄاڻ رکندو هو ۽ وڏو محقق هو. هن جون مختلف علمن ۽ فنن بابت ڪيترين ئي لافاني تصنيفون موجود آهن. هن کي فلڪيات، رياضي، سائنس، نوريات، جاگرافي، طب، فلسفي، منطق، موسيقي، اخلاقيات، دينيات وغيره علمن تي عبور حاصل هو. ابو جعفر طوسي 15 جمادي الاول 598 هه/ 10 فيبروري 1202ع ۾ خراسان جي مشهور شهر طوس ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم اتي ئي مڪمل ڪيائين ۽ هن جو خاص استاد ڪمال الدين ابن يونس هو. ابو جعفر طوسي علم نجوم بابت پڻ وڏي شهرت ماڻي. اسماعيلي گورنر ناصر الدين عبدالرحمان هن کي اغوا ڪرائي الموت طرف روانو ڪيو، جتي کيس مجبوراً رهڻو پيو. 654 هه/ 1256ع ۾ منگول فاتح هلاڪو خان طوسيءَ کي آزادي ڏياري. ان بعد طوسي، هلاڪو خان جو خاص صلاحڪار مقرر ٿيو ۽ سڄي زندگي ساڻس گڏ رهيو. 1258/656ع ۾ جڏهن هلاڪو خان بغداد فتح ڪيو ته طوسي هن سان گڏ هو ۽ هي بغداد جي ڪتب خانن، مقدس مقامن ۽ مسلمانن کي منگولن جي حملن کان محفوظ رکڻ ۾ ڪامياب ٿيو. هلاڪو خان تي علامہ طوسيءَ جو وڏو اثر هو ۽ هو ڪو به ڪم سندس مشوري کان سواءِ نہ ڪندو هو. نصير الدين طوسي مراغہ ۾ فلڪيات تي ڪامياب تحقيق ڪري هڪ ڪتاب "تذڪره الناصره" 1256/654ع ۾ ٻن جلدن ۾ لکيو هو. مشرقي ۽ مغربي ٻولين ۾ هن ڪتاب جي ترجمن کان سواءِ ان جون ڪيترين تشريحون ۽ تبصرا به لکيا ويا آهن. هلاڪو خان جي انتقال کان پوءِ سندس جانشين ابڪ خان جي دور ۾ به طوسيءَ جو اثر رسوخ ساڳيو جاري رهيو. وقت جا ڏيهي توڙي پرڏيهي عالم هن جي علمي حيثيت مڃيندا هئا. بغداد ۾ نائين صدي عيسويءَ ۾ عباسي خليفي مامون رشيد جو "بيت الحڪماء" ۽ يارهين صدي عيسويءَ ۾ فاطمي خليفي الحڪيم جو "دارالحڪماء" فلڪياتي رسدگاهہ (اهو هنڌ جتي سيارن جي گردش وغيره جو مشاهدو ڪجي) مشهور هئا. جن کان پوءِ مراغہ (ترڪستان) ۾ طوسيءَ هڪ فلڪياتي رسدگاهہ جو بنياد رکيو، جيڪو 657هه/1259ع ۾ تيار ٿيو، جنهن جا آثار اڄ به موجود آهن. ان ۾ هڪ وسيع ڪتب خانو به موجود هو، جنهن ۾ چئن لکن مان مٿي ڪتاب هئا.



طوسي کي "ترڪيوٽ" جو باني مڃيو وڃي ٿو. پندرهين ۽ سورهين صدي عيسويءَ ۾ هي اوزار مغرب ۾ گهڻو مقبول ٿيو. مراغہ ۾ جيڪا خالص فلڪياتي تحقيق ٿي، ان جي نتيجي ۾ "الزج والخاني" وجود ۾ آئي، جنهن کي خاني تقويم به چيو وڃي ٿو، جيڪا مشرقي ملڪن خاص ڪري چين ۾ گهڻي مشهور ٿي. طوسيءَ اها تقويم ٻارهن سالن جي محنت کان پوءِ

671ھ/ 1272ع ۾ مرتب ڪئي. هي شاعر به هو. هن 30 ذوالحج 673ھ/ 26 جون 1274ع ۾ بغداد ۾ وفات ڪئي. علامه حلي پنهنجي استاد طوسيءَ کي هميشه ”استاد بشريت“ جي نالي سان ياد ڪندو هو. سندس مشهور تصنيفون هيٺ آهن:

(1) تحرير اقليدس، (2) الرسالة الشافية عن الشک في الخطوط المتوازية، (3) تحرير مجسطي، (4) تحرير مالا وس في الاشکال الکروية، (5) تحرير ماخوذات ارشميدس، (6) تحرير المناظر اقليدس، (7) تحرير ظاهرات الفلک اقليدس، (8) تحرير ابسقلاوس في المطالع، (9) تحرير المفروضات ارشميدس، (10) کتاب ارسطرخس في جرمني النيرين و بعديهما، (11)، تحرير کره واسطوانه ارشميدس، (12) تحرير کتاب امعطيات، (13) ترجمه ثمرة الفلک، (14) کتاب انعکاسات الشعاعات (15) تذکره نصيريه درجيات، (16) ترجمه صور الکواکب، (17) رساله در شعاع، (18) بيست باب در معرفت اسطر لاب، (19) سي فصل در حيات و معرفت تقويم، (20) رساله در حساب و جبرو مقابله، (21) زبدة الادراک في حيات الافلاک، (22) مدخل في علم النجوم، (23) استخراج قبلة تبريز، (24) اخلاق ناصري، (25) اوصاف الاشراف، (26) جواهر الفرائض در فقه، (27) آداب المتعلمين در تربيت، (28) معيار الاشعار در عروض، (29) اساس الاقتباس، (30) تجريد المنطق، (31) حل مشکلات اشارات، در فلسفه، (32) رساله بقاء النفس بعد فناء الجسد، (33) رساله در کيفيت صدور موجودات، (34) رساله در نفي و اثبات، (35) رساله العلل و المعلولات، (36) فصول نصيريه، (37) مصارع المصارع، (38) رساله در جبرو اختيار، (39) رساله اثبات واجب، (40) رساله در امامت وغيره.

**ابوجهل**: ابو جهل نسبت ۾ پاڻ سڳورن جو چاچو هو. سندس اصل نالو عمرو بن هشام بن المغيره ۽ ڪنيت ”ابوالحڪم“ هئي. قريش قبيلي جي مشهور بنو مخزوم خاندان سان تعلق رکندو هو. سندس والده جو نالو ”ام الجلاس اسما بنت مخربته“ هو. عرب ۾ قريش جو هي قبيلو نهايت ممتاز ليکيو ويندو هو. قصي بن ڪلاب کان پهريائين قريش جا اختيار هن قبيلي جي هٿ هيٺ هئا.

ابوجهل 570ع ڌاري ڄائو. سندس ماءُ مسلمان ٿي ۽ 14ھ / 635ع کان پوءِ به حيات هئي. هجرت کان ڪجهه عرصو اڳ ابوجهل، الوليد بن المغيره جي جاءِ تي بنو مخزوم ۽ ان جي مددگار قبيلي جو سردار هو. الوليد جي مقابلي ۾ ابوجهل، پاڻ سڳورن حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جن جو وڏو دشمن هو. انهيءَ لحاظ کان اسلام جي سخت ترين دشمنن مان هو ۽ نهايت ئي گمراهيءَ جي راهه تي گامزن هو. اهو ئي سبب هو جو کيس ”ابوجهل“ (جهالت، نادانيءَ جو ابو) سڏيو ويو. هي پڇاڙيءَ تائين مسلمان نه ٿيو.

هڪ دفعي پاڻ سڳورا ﷺ صفا ۾ موجود هئا. ابوجهل به اتي اچي پهتو ۽ رسول خدا صلي الله عليه وسلم کي (نعوذ باالله) گهٽ وڌ ڳالهائڻ لڳو. ايتري قدر جو اسلام تي وڏي واڪي ٺٺوليون شروع ڪيائين. پاڻ سڳورن کيس جواب ۾ هڪ لفظ به نه چيو. عبدالله بن جدمان التميميءَ جي آزاد ڪيل ٻانهيءَ صفا ۾ پنهنجي جاءِ ۾ ويٺي اهو رنگ ڏٺو. ابوجهل ته واپس هليو ويو، ٿوري دير بعد پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن جو چاچو امير حمزو رض شڪار تان واپس ٿيندي، ڪمان ڪلهي تي رکيو اتان لانگهائو ٿيو. نهايت دلير، باهمت ۽ طاقتور هو. قريش ۾ سندس وڏو ڌاڪو هو. جڏهن انهيءَ ٻانهيءَ جي گهروٽ پهتو ته ٻانهيءَ رڙ ڪري چيس ته ”اي ابو عماره! ڪاش! توهان ٿورو اڳ اچو ها! ابوالحڪم (ابوجهل) توهان جي ڀائٽي محمد صلي الله عليه وسلم سان گستاخي پئي ڪئي، مگر محمد صلي الله عليه وسلم اف به نه چيس.“

امير حمزو رض اهو ٻڌي غصي ۾ اچي ويو. پوءِ تڪڙي وک وڌائي، ڪعبة الله شريف ۾ داخل ٿيو. جيئن ئي سندس نظر ابوجهل تي پئي ته سڌو وٽس پهچي، ڪمان سان مٿي تي زوردار ڌڪ هنيائينس. ابوجهل رتوڇاڻ ٿي پيو. پوءِ ابوجهل جا موجود ساٿي جهيڙي لاءِ اٿي بيٺا، مگر ابوجهل پنهنجو ڏوهه باسيو، تنهن بعد مانار ٿي.

ابوجهل بدر جي جنگ ۾ هڪ نوجوان مسلمان جي هٿان تاريخ 2 رمضان المبارڪ سن 2ھ مطابق مارچ 624ع تي مارجي ويو.

حضرت بيبي عائشه الصديقه رض کان روايت آهي ته ”پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جي ارشاد مطابق مشرڪن (ڪافرن) جي لاشن کي کوهه ۾ ڦٽو ڪيو ويو“. اهڙيءَ طرح ڪافرن جا سرڪرده عتبه بن ربيع، شيبه بن ربيع، اميه بن خلف ۽ ابوجهل بن هشام کوهه ۾ اڇلايا ويا.

حضرت انس بن مالڪ کان روايت آهي ته: اصحاب سڳورن، پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن کان آڌيءَ رات اهو آواز ٻڌو ”اي کوهه ۾ اڇلايل! جيڪو وعدو توهان جي رب توهان سان ڪيو هو، اهو توهان پورو ڏٺو. بيشڪ اهو سچو وعدو هو. جيڪو مون سان الله تعاليٰ ڪيو هو! ان تي اصحاب سڳورن کين عرض ڪيو ته يا رسول الله ﷺ، توهان اهڙن لاشن سان ڳالهائي رهيا آهيو جيڪي ڳري سڙي ويا آهن! ان تي پاڻ فرمايائون ته ”جيڪو ڪجهه مان چئي رهيو آهيان، اهي توهان کان وڌيڪ چڱو ٻڌي رهيا آهن. البته انهن ۾ جواب ڏيڻ جي طاقت باقي نه رهي آهي“.

ابوجهل به شاديون ڪيون. ام مجالد مان حضرت عڪرمه رض پيدا ٿيو ۽ اروي مان به ڌيئر بريه رض ۽ حنفا رض ٿيون. اهي ٽئي پوءِ مسلمان ٿيا. ابوجهل/عمرو بن هشام علمي حوالي سان وڏو ڄاڻو هو. هن جا عربيءَ ۾ قصيدا ملن ٿا، جيڪي گنگارام سمرات پنهنجي ڪتاب ۾ ڏنا آهن. پر راهه راست تي نه اچڻ سبب سندس نالو ’ابوجهل‘ (جهل جو ابو) اسلامي تاريخ ۾ رقم ٿي چڪو آهي.

**ابو سعيد قاضي**: ابو سعيد پٽ رين بکري پنهنجي دور جو وڏو عالم ٿي گذريو آهي. سيوهڻ ۾ سندس مدرسو هو. جنهن ۾ پاڻ درس ۽ تدريس جو ڪم ڪندو هو. سنڌ جي ڪيترن نامور عالمن سندس درس مان فيض پرايو هو. هن 958ھ /1551ع ۾ سيوهڻ ۾ وفات ڪئي.

**ابو سفيان بن الحارث**: ابو سفيان بن الحارث بن عبدالمطلب، حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جن جو سڳو سوٽ هو. سندس اصل نالو ”مغيره“ هو. ”فتح مڪه“ کان ٿورو وقت اڳ اسلام قبوليو هئائين. حنين جي جنگ ۽ طائف (8ھ/629ع) ۾ به ساڻن گڏ هو. سال 20ھ مطابق 641ع ۾ وفات ڪيائين ۽ جنت البقيع ۾ دفن ٿيو.

**ابو سلم عبدالله مخزومي رض**: حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جن جي جان نثار اصحابن ۾ سندس پڦاٽ. ابو سلم عبدالله بن عبدالاسد بن هلال بن عبدالله بن عمر بن مخزوم جو نالو به شامل آهي. سندس والده بره بنت عبدالمطلب، پاڻ سڳورن جي ڦڦي هئي. حبش جي هجرت (رجب سن 45 ”عام الفيل“) کان اڳ، پنهنجي زال ام سلمه هند بنت ابي اميه سميت مسلمان ٿيو. پوءِ مديني شريف پهچي ”عاليه“ ڳوٺ ۾ مستقل رهائش اختيار ڪيائين.

ابو سلمہ رضہ انهن جليل القدر اصحابن مان هو، جيڪي دربارِ رسالت ۾ خاص الخاص هئا. سندس تعلق ”بنو مخزوم“ قبيلي سان هو. اسلام کان اڳ هي قبيلو صاحبِ اقتدار رهيو ۽ عرب ۾ وڏي عزت وارو ليکيو ويندو هو.

ابو سلمہ رضہ ”بدر جي جنگ“ (2 ھ/626ع) ۽ ”احد جي جنگ“ (3 ھ/ 624ع) ۾ ڀرپور حصو ورتو. احد جي جنگ دوران ٻانهن ۾ سخت زخم ٿي پيس. ڪافي علاج ڪرايائين، پر صحتياب ٿي نہ سگهيو ۽ ڏينهون ڏينهن ڦٽ سائو ٿيندو ويو. جنهنڪري تاريخ 3 جمادي الثاني سن 4 ھ (625ع) تي سندس حالت خراب ٿي وئي. پوءِ پاڻ سڳورن صلي اللّٰه عليہ وسلم کي خبر ڏني وئي، پاڻ خبر ٻڌڻ شرط پهتا. ابو سلمہ رضہ کين ڏسڻ سان ئي خدا کي پيارو ٿيو. پاڻ سڳورن سندس اکيون بند ڪندي فرمايو: ”انسان جو روح جنهن وقت جسم کان جدا ٿئي ٿو تہ ان جون اکيون ڏسڻ لاءِ باقي کليل رهن ٿيون“ سندس جنازي نماز بہ پاڻ ئي پڙهايائون.

امام بخاري رح ۽ امام مسلم رح جي روايتن مطابق، ابو سلمہ رضہ، پاڻ سڳورن صلي اللّٰه عليہ وسلم جن جو ٽيج شريڪ ڀاءُ بہ هو. سندس طبيعت ماتيٺي ۽ نيڪ هئي. اهو ساڳيو حال سندس گهرواريءَ جو بہ هو. پٺيان هڪ بيوه ۽ ٻہ پٽ (سلمہ ۽ عمر) ۽ ٻہ نياڻيون (دره ۽ زينب) ڇڏيائين. انهن سيني پاڻ سڳورن وٽ پرورش ورتي. ايتري قدر جو حضرت ام سلمہ رضہ، پاڻ سڳورن صلي اللّٰه عليہ وسلم جن سان نڪاح ڪري، ”ام المومنين“ جو شرف حاصل ڪيو.

حضرت ابو سلمہ رضہ جيتوڻيڪ ايتري وڏي ڄمار نہ ماڻي، پر خلوص، حق جي هدايت، تحمل، حب رسول اللّٰه صلي اللّٰه عليہ وسلم، قرباني ۽ بهادريءَ عيوض جيڪي يادگار ڇڏيا، اهي تاريخ ۾ وڏي عزت ۽ احترام سان جاءِ والا رين ٿا.

**ابولهب**: ابولهب ولد عبدالمطلب رضہ، حضرت محمد مصطفيٰ صلي اللّٰه عليہ وسلم جو چاچو هو. سندس نالو عبدالعزيٰ ۽ ڪنيت ابو عتبہ هئي. مذهب اسلام جو وڏو دشمن هو. قرآن مجيد ۾ هن جي مخالفت ۾ هڪ سورة نازل ٿي. جنهن ۾ ابولهب کي ملعون چيو ويو آهي. جڏهن نبي ڪريم صلي اللّٰه عليہ وسلم اسلام جي دعوت ڏئي رهيا هئا تہ ابو لهب نبي ڪريم صلي اللّٰه عليہ وسلم جن کي چيو تہ، ”تون مرندين ۽ رسوا ٿيندين.“ (نعوذ باالله) جنهن تي نبي ڪريم صلي اللّٰه عليہ وآله وسلم جن خاموش رهيا. ايتري ۾ قرآن پاڪ جي 111 سورة، سورة الهب نازل ٿي. جنهن ۾ ابولهب جي ٻنهي هٿن جي ڀڃڻ ۽ ان جي مال کي ٻرندڙ باهہ ۾ وجهڻ جو ذڪر ٿيل آهي. هڪ پيغمبر جي حيثيت سان نبي ڪريم صلي اللّٰه عليہ وسلم جا تعلقات ابولهب سان سٺا هئا، پر جڏهن نبي ڪريم صلي اللّٰه عليہ وسلم جن اسلام جي تبليغ ڪئي تہ ابولهب پاڻ سڳورن صلي اللّٰه عليہ وسلم ۽ اسلام جو دشمن ٿي ويو. حضرت ابوطالب کانپوءِ بنو هاشم خاندان جو زوريءَ سربراهہ ٿيو ۽ جنگ بدر ۾ مسلمانن سان وڙهندي ابولهب جي وفات ٿي.

**ابو محمد قاضيءَ جو مدرسو**: منصوره ۾ قاضي ابو محمد جو مدرسو ان وقت جي علمي لحاظ کان تمام گهڻو مشهور هو جڏهن ابو محمد ”دائودي مذهب“ جو امام هو. هن ڪيترائي ڪتاب تصنيف ڪيا. جن ۾: ابطال التقليہ، ابطال القياس، الخصوص، والعموم، المفسر والمجمل گهڻو مشهور آهن.

**اتر ڪوريا** (North Korea): هن ملڪ جو سرڪاري نالو (Democratic Peoples Republic of Korea) آهي. قديم سلطنت ڪوريو (Koryo) جي مناسبت سان ان کي ڪوريا سڏيو ويو. هي اتر اوڀر ايشيا جو ملڪ آهي. هن جي اتر ۾ چين، اتر اوڀر ۾ روس، اوڀر ۾ جاپاني سمنڊ، ڏکڻ ۾ ڏکڻ ڪوريا ۽ اولهہ ۾ پيلو سمنڊ (Yellow Sea) آهن. اتر ڪوريا، ٻيٽ نما ڪوريا جي اترئين حصي تي ٻڌل هڪ جابلو ملڪ آهي. جنهن جي ڪل پکيڙ 122098 چورس ڪلوميٽر (47130 چورس ميل) ۽ آبادي 2 ڪروڙ 20 لک آهي. گاديءَ جو هنڌ پيانگ يانگ (Piyong Yong) ۽ سڀ کان مٿانهون هنڌ مائونٽ پائي ڪٽوسان (بلندي 2744 ميٽر) آهي هتان جي سرڪاري ٻولي ڪورين آهي. موسم گرمين ۾ گرم ۽ گهميل پر خوشگوار هوندي آهي، جڏهن تہ سياري ۾ سخت سيءُ پوندو آهي. اتر ڪوريا جي مکيہ زرعي پيداوار چانور، مڪئي، جَوَ، پٽاٽا، جوئر، ڪڻڪ، صوف، مٺا پٽاٽا، سورج مکي، ڀاڄيون ۽ ميوا آهن، هتان جي مکيہ صنعتن ۾ مشينري، آبي توانائي، ڪيميائي شيون، فولاد، ڪپڙو، سيمنٽ، پيٽروليم جي صفائي ۽ ايلومينيم آهن ۽ مکيہ معدنيات ۾ ڪوئلو، لوهہ، گرينائيٽ، پيٽروليم، شيهو، نڪل، ٽنگسٽن، جست، سون، چاندي، ٽامو، زنڪ ۽ موليبڊ نيم شامل آهي.




ڪوريا جي رياست جي پيڙهہ 2400 ق.م ۾ هڪ حڪمران ٽنگول جي هٿان پئي، هن سلطنت جو نالو چوزن (Chosen) ”پرهہ ڦٽيءَ جي آسودگي“ رکيو، ڪوريائي ماڻهوان کي ٽائي هان (Tai Han) چوندا هئا. هتي هزارين سال اڳ وچ ايشيا جي قبيلن جا ماڻهو اچي آباد ٿيا. ڪوريا جو پهريون بادشاهہ ٽانڪون هو، جنهن ڪوريا تي ڪيترائي سال حڪومت ڪئي. اهوئي سبب آهي، جو ڪوريائين کي پنهنجي 4300 سال اڳ جي تاريخ تي وڏو فخر آهي. ڪوريا جا اصل رهواسي منگولن ۽ قازقن جي نسل مان ٻڌايا وڃن ٿا. ڇهين صدي عيسويءَ جي وچ ڌاري سلطنت سيلا ڏاکڻين ڪناري جي رياست ڪايا (Kaya) کي فتح ڪيو. چوٿين صديءَ ۾ ٻڌمت ڦهليو. جيڪو ڇهين صديءَ ۾ طاقتور ۽ مضبوط حيثيت اختيار ڪري ويو. اوڻويهين صديءَ ۾ ڪوريا تي قابض ٿيڻ لاءِ چين ۽ جاپان وچ ۾ سخت ڇڪتاڻ شروع ٿي. 1894-95ع جي چين جاپان ويڙهہ کانپوءِ 17 اپريل 1895ع تي ڪوريا جي ڌار وجود ۽ آزاديءَ کي تسليم ڪيو ويو. چين کانپوءِ، 1905ع ۾ جاپان روس کي بہ شڪست ڏني، جنهن سان هن جا حوصلا وڌيا. 1948ع ۾ ڪوريا کي ٻن حصن اتر ڪوريا ۽ ڏکڻ ڪوريا ۾ ورهايو ويو. اتر ڪوريا جي گاديءَ جو هنڌ پيانگ يانگ قرار ڏنو ويو. 1948ع جي آخر ۾ روسي فوجون ملڪ مان نڪري ويون. اتر ڪوريا هڪ مضبوط سوشلسٽ حڪومت آهي. صدر رياست جو مملڪتي اڳواڻ، سيني انتظامي اختيارن جو مالڪ ۽ هٿياربند فوج جو ڪمانڊر انچيف آهي. هن ملڪ جي آزاديءَ جو ڏهاڙو 8 سيپٽمبر 1948ع آهي ۽ گڏيل قومن جي اداري (UNO) جي ميمبرشپ 1991ع کان اٿس.

**اٿي اور الله سان** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌ جي عظيم شاعر شيخ اياز جو آهي، جنهن ۾ 94 نثري نظم / ٽڪرا، دعائن جي روپ ۾ آهن. جن ۾ شاعر، مالڪ سان مخاطب ٿي، ساڻس پنهنجي دلي ۽ عقيدت جو اظهار ڪيو آهي. 'اٿي اور الله سان' جي عنوان هيٺ ڏيڍ سؤ بيت به شامل آهن. شيخ اياز جون هي دعائون روزانه "برسات" ڪراچي ۾ شايع ٿيون. ڪتاب جي مهاڳ ۾ اياز پنهنجي دعائن بابت لکي ٿو ته: "هي دعائون پوري انسان ذات لاءِ آهن. انهن ۾ نه بغض آهي، نه نفرت ۽ نه ڪنهن فرقي يا قوم سان عداوت جو اظهار آهي. اهي هر ڪنهن لاءِ آهن ۽ انهن ڪي ڪو به خطيبانه پهلو نه آهي. نظرياتي طور مان تصوف جي وحدت الوجود جو قائل آهيان. عطار، رومي، عمر خيام، سرمد، حسين بن منصور حلاج ۽ پنهنجي پيئڙيءَ ڪان متاثر آهيان. جنهن نه رڳو سنڌ لاءِ سڪار گهريو هو پر پوري عالم لاءِ دعا گهري هئائين ته اهو آباد رهي." شيخ اياز جون هي دعائون "نغمِ دائود" ۽ ٽئگور جي گيتا نجلي وارن نظمن جهڙيون آهن. ڪجهه مثال:




يا رب!

هي ساري ڪائنات تو ۾ آهي ۽ تون انسان جي دل ۾ آهين.
تون مون ۾ آهين، جيئن آئيني ۾ عڪس هوندو آهي.

يا رب!

مون ڪي پنهنجي آغوش ۾ رک، مون تان دستِ شفقت نه هٽاءِ ۽ پنهنجي موجودگيءَ جي احساس ڪان سواءِ ٻيا احساس منهنجي ويجهو اچڻ نه ڏي!

هن ڪتاب جا چار ڇاپا شايع ٿيا آهن. پهريون ڇاپو جنوري 1998ع ۾ مهراڻ اڪيڊمي شڪارپور شايع ڪيو هو ۽ هي چوٿون ڇاپو، آڪٽوبر 2009ع ۾ مهراڻ اڪيڊمي شڪارپور پاران شايع ٿيو آهي. پڪي جلد سان 268 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 150 رپيا آهي.

**اٽل رام، سوامي**: سنت سوامي اٽل رام جو جنم 18 فيبروري 1889ع ۾ لاڙڪاڻي جي لشڪري ڳوٺ ۾ شري ساڌو رام جي گهر ۾ ٿيو. اٽل رام جي جمڻ کان اڳ سندس والد جي مرشد وسڻ گهوٽ کيس هدايت ڪئي هئي ته "پٽ ڄمندءِ، پر اهو سوامي ڏرمداس وٽ ڇڏج" ته ائين ئي هن جو پيءُ ساڌو رام کيس پنجن ورهين جي ڄمار ۾ سوامي ڏرمداس وٽ ڇڏي آيو. اتي سنت پرڪاش کيس گرمکي ۽ هنديءَ جا اکر سيکاريا ۽ پستڪ پڻ پاڙهيا. ان دؤران هي وديا جي اپياس سان گڏ سوامي ڏرمداس جي خدمت پڻ ڪندو رهيو. هن پنهنجي گرو ڏرمداس وانگر ڀالين ۽ ٻچن به ڳايا. سوامي اٽلرام مهاتما گانڌيءَ کان تمام گهڻو متاثر هئڻ سان گڏ سچو گانڌي وادي هو. 1921ع ۾ جڏهن گانڌي "هريجن آندولن" هلايو. تڏهن هن اٽل رام مندر جو دروازو هريجنن لاءِ کولي ڇڏيو. کيس قومي لاڙو رکندڙ سنت چئجي ته به وڌاءُ نه ٿيندو. هي گانڌيءَ کان اينرو نه متاثر هو جو پوشاڪ به گانڌيءَ جهڙي پهريندو هو ڏکايلن ۽ بي سهارا ماڻهن کي پيار ۽ آٿت ڏيندو هو. "نارائڻ درشن" نالي هڪ پستڪ لکيائين. ورهاڱي جي ڪري سنڌ ڇڏيائين ۽ الهاس نگر ۾ وڃي درٻار وسايائين. هيءُ هوميوپيٿي ۽ يوناني علاج به ڄاڻندو هو. رحمدلي سندس خمير ۾ پريل هئي. آڌيءَ رات به جيڪڏهن ڪو سائل وٽس ڪنهن مريض جي علاج لاءِ ايندو هو ته ان سان گڏجي بيمار ڏانهن هليو ويندو هو. هن ڪيترا ڀڳتي ڀڄن لکڻ سميت سنڌي ۽ هندي ٻولين ۾ ڪيترا سلوڪ ۽ ڀڄن لکيا. هن جوڳي صفت سنت 1958ع ۾ وفات ڪئي.

**اٽلي** (Italy): هن ملڪ جو سرڪاري نالو ريپبلڪ اطاليه (Republic of Italy) آهي، جنهن جو پراڻو نالو آسونيا ۽ اطاليه هو. قديم رياست اطاليه سبب کيس اٽليءَ جو نالو ڏنو ويو. هي ڏکڻ اولهه يورپ جو اهم ملڪ آهي. هن جي اتر ۾ سوئزرلينڊ ۽ آسٽريا، اوڀر ۾ سلووينيا، سان مينو ۽ ايڊرياٽڪ سمنڊ، ڏکڻ اولهه ۾ ٽائرهنيان سمنڊ، اولهه ۾ موناڪو ۽ فرانس آهن. اٽلي رومي سمنڊ ۽ ايڊرياٽڪ سمنڊ وچ ۾ ٻيڙيءَ جي شڪل جو هڪ ٻيٽ نما ملڪ آهي. جنهن جي ڪل پکيڙ 301255 چورس ڪلوميٽر (116314 چورس ميل) ۽ آبادي 6 ڪروڙ آهي. گاديءَ جو هنڌ روم (Rome) ۽ سڀ کان مٿانهون هنڌ مونٽ بلانڪ (بلندي 4807 ميٽر) آهي. هن ملڪ جي سرڪاري ٻولي اطالوي / اٽالين آهي. جڏهن ته هتي جرمن ۽ فرينچ پڻ ڳالهائجن ٿيون. هن ملڪ جي موسم وچولي آهي. ڏاکڻيان علائقا گرم، جڏهن ته اتريان علائقا سرد آهن. هتي سالياني برسات سراسري 725 ملي ميٽر پوندي آهي. اٽليءَ جي مکيه زرعي پيداوار ۾ انگور، زيتون، ڪڻڪ، ٽماٽا، ڪتوميو، ڪڻڪ، چانور، پاڇيون، پٽاٽا، جوءِ ۽ تماڪ شامل آهن. مکيه صنعتن ۾ لوهه، مشينري، موٽر گاڏيون، ٽيڪسٽائل مشينري، بوٽ، انجنيئرنگ جو سامان، ڪيميائي شيون، اليڪٽرانڪس، سيمينٽ، ڪپڙو ۽ زيتون جو تيل اچي وڃن ٿا ۽ مکيه معدنيات ۾ پارو، پوٽاش، گئس، سنگِ مرمر، تيزاب، ڪوئلو، پيٽروليم، سلفر ۽ باڪسائيٽ شامل آهي.



509 ق. م ۾ سلطنت روما قائم ٿي، جنهن جو ذڪر قرآن پاڪ جي سورة روم ۾ آهي ۽ هزار سالن تائين رومي تهذيب هتي وڏي ترقي ڪئي. موجوده گاديءَ وارو شهر روم ان وسيع سلطنت جو به گاديءَ وارو هنڌ هو. موجوده يورپ جو لڳ ڀڳ سڄو علائقو ۽ ڏکڻ ۾ يونان هن جي هٿ هيٺ هئا. اٽليءَ تي مسلمانن جو پهريون حملو خلافت راشده جي دور ۾ 655ع ۾ ٿيو. 1212هه/1797ع ۾ هتي مسلمانن جي حڪومت 484هه/1091ع تائين قائم رهي. 1804ع ۾ نيپولين پاڻ کي اٽليءَ جو شهنشاهه قرار ڏنو. 1814ع تي يورپ جي وڏين طاقتن نيپولين کي شڪست ڏني. پهرين عالمي جنگ دوران 21 آگسٽ 1915ع تي اٽليءَ ترڪيءَ خلاف جنگ جو اعلان ڪيو. 1922ع ۾ مسوليني‌ءَ فاشسٽ پارٽي قائم ڪئي ۽ 31 آڪٽوبر 1922ع تي شاهه وڪٽر جي مرضيءَ سان وزيراعظم ٿيو. 28 اپريل 1945ع تي مسوليني‌ءَ کي ساٿين قتل ڪري ڇڏيو. 19 اپريل 2000ع تي وزيراعظم آليما استعفيٰ ڏني. گيولوانو آماٽو وزيراعظم ٿيو. پهرين جنوري 2002ع تي

اٽليءَ ۾ يورپي يونين جي گڏيل ڪرنسي يورو رائج ڪئي وئي. اٽليءَ جي آزاديءَ جو ڏهاڙو 2 جون 1946ع آهي. ۽ گڏيل قومن جي اداري (UNO) جي ميمبرشپ 14 ڊسمبر 1955ع کان اٿس.

**اٽر سنڌي:** شاعر ۽ صحافي اٽر سنڌيءَ جو پورو نالو عبدالعزيز سولنگي ولد چنيسر خان سولنگي آهي. 15 آگسٽ 1959ع تي جهمپير ضلعي ٺٽي ۾ جنم ورتو. پرائمري تعليم گورنمينٽ پرائمري بوائز اسڪول جهمپير مان 1970ع ۾، مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول جهمپير مان 1975ع ۾ ڪيائين. انٽر گورنمينٽ مسلم سائنس ڪاليج حيدرآباد مان 1977ع ۾ ۽ گريجوئيشن سچل سرمست آرٽس ڪاليج حيدرآباد مان 1987ع ۾ ڪيائين. جڏهن ته ماسٽرس جي ڊگري سنڌ يونيورسٽيءَ مان ورتائين.



اٽر سنڌي شاعريءَ جي شروعات 1975ع کان ڪئي. هڪ سٺو شاعر آهي، ڪيس علم عروض ۽ چند وديا تي به دسترس حاصل آهي. ڪالم نگار ۽ صحافي به آهي. هن 1987ع ۾ 'سرسوتي' مئگزين جا 6 پرچا ڪڍيا. سنڌي ادبي سنگت شاخ جهمپير جو اهم ڪارڪن رهيو آهي. سندس تعلق صحافتي حوالي سان روزاني ڪاوش اخبار سان هڪ وڏي عرصي کان رهيو آهي. ڪيس 2004ع ۾ علائقائي ٻولين ۾ بهترين ڪالم نگار جو آل پاڪستان نيوز پيپر سوسائٽيءَ جو اوارڊ به مليل چڪو آهي. اٽر سنڌيءَ روزاني اخبار ڪاوش ۾ ٻولي، تعليم ۽ ٻين اهم موضوعن تي برجستا ايڊيٽوريل به لکيا آهن ۽ لکندو رهي ٿو. هن ڪي. ٽي. اين جي پروگرام 'اپٽار' ۾ سماجي، سياسي موضوعن تي بحث ۾ حصو ورتو آهي ۽ ان کان سواءِ ڪي ٽي اين نيوز تي نفسياتي مونجهارن ۽ انهن جي حل بابت پروگرام "بليڪ اينڊ وائيٽ" جون 36 قسطون نشر ڪري چڪو آهي.

اٽر سنڌي (عزيز سولنگي) 1980 کان گورنمينٽ بوائز ڊگري ڪاليج ڪوٽڙي ۾ استاد آهي، هن وقت اتي سنڌي مضمون جو اسسٽنٽ پروفيسر آهي.

**اچل پرساد، سوامي:** سوامي اچل پرساد ولد حشمتراءِ ناٿاڻي، 8 جون 1884ع ۾ لاڙڪاڻي جي ڳوٺ سجاول تنبيي ۾ ڄائو. اوڻيهن سالن جي ڄمار ۾ پنهنجي ڳوٺ ۾ واقع "دربار صاحب" ۾ آيو جتي گرو سوامي پورنداس کان گرومنتر ورتائين ۽ وديا جو ابياس ڪرڻ سان گڏ گرو گرنٿ صاحب جي باڻي ڪافي ياد ڪيائين ۽ اتي دربار ۾ سيوا ڪندو رهيو. سنت پورنداس جي وفات کانپوءِ ڪيس گاديءَ تي ويهاريو ويو. سوامي اچل پرساد سادي طبع وارو رحمدل شخص هو. ڏکي انسانن جي مدد ڪرڻ کي پنهنجو شيوو سمجهندو هو. رستي تي ستلن جي پرگهور ڪري کاڌو کارائڻ، پکين لاءِ داڻو رکي اچڻ، ڪنهن بيمار کي ڊاڪٽرن تائين رسائي ان جو علاج ڪرائڻ جهڙا نيڪ ڪم ڪرڻ پنهنجو فرض سمجهندو هو. هن 11 مارچ 1946ع تي لاڏاڻو ڪيو.

**اچو ته نئين سنڌ جي تعمير ڪريون** (ڪتاب): سنڌ جي مختلف مسئلن تي لکيل مضمونن جي هن ڪتاب جو ليکڪ پروفيسر اعجاز قريشي آهي، هن ڪتاب ۾ 10 مضمون ۽ انهن بابت رايا پڻ تحرير ٿيل آهن. ڪتاب جو مهاڳ ڊاڪٽر سليمان شيخ لکيو آهي، انهيءَ کان سواءِ غلام نبي مغل، طارق قريشي ۽ ذوالفقار هاليپوٽي پڻ



پنهنجا ويچار لکيا آهن. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو جنوري 2001ع ۾ سنڌ ايڊيوڪيشن ٽرسٽ پاران شايع ڪيو ويو آهي. پڪي جلد ۾ ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ ڪل 145 صفحا آهن ۽ قيمت 150 رپيا آهي.

**اڇو پکي واءُ ۾** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌ جي نامور ليکڪ حفيظ شيخ جي مختلف لکڻين تي مشتمل آهي، جنهن ۾ آتم ڪهاڻيءَ جو ڪجهه حصو، "اروڙ" نالي هڪ ناوليٽ، 18 ڪهاڻيون، ڊائريءَ جا ورق، خط ۽ تاثر شامل آهن. جڏهن ته مختلف ليکڪن جا حفيظ شيخ تي لکيل پورٽريٽ، خاڪا، مضمون، تاثر، خط، ريڊيائي تقريرون، يادگيريون، پيتا ۽ انٽرويوز پڻ شامل آهي، ان کانسواءِ حفيظ شيخ ۽ سندن دوستن جا انٽرويوز پڻ هن ڪتاب ۾ موجود آهن.



هن ڪتاب کي نامور ليکڪ نصير مرزا سهيڙيو آهي، ڪتاب ۾ حفيظ شيخ جي لکڻين ۽ زندگيءَ بابت اهم موضوعن تي پڻ ڳالهايو ويو آهي. ڪتاب ۾ يادگار تصويرون پڻ ڏنيون ويون آهن. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو نئون نياپو سنڌ پبليشنگ هائوس ڪراچي پاران جون 1997ع ۾ شايع ڪيو ويو. پڪي جلد سان 350 صفحن تي مشمل هن ڪتاب جي قيمت 200 رپيا آهي.

**احسان علي شاهه** (اول): سيد احسان علي شاهه سنڌي مرثيه جي باني سيد ثابت علي شاهه جي گهر سيوهڻ شريف ۾ 1775ع ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم سيوهڻ جي مدرسن ۽ ديني تعليم پنهنجي ڏاڏي سيد مدار علي شاهه کان حاصل ڪئي ۽ علم عروض جي سکيا پنهنجي والد سيد ثابت علي شاهه کان ورتائين. مرزا مراد علي بيگ 'سائل' ۽ احسان علي شاهه ٻنهي گڏجي سيد ثابت علي شاهه ڪربلائي کان شاعريءَ جي سکيا ورتي. شاهه صاحب کي شاعريءَ سان شوق ننڍي هوندي کان ئي هو. 1244هه/1828ع ۾ مير ڪرم علي خان ٽالپر جي وفات کان پوءِ مير مراد علي خان ٽالپر، سيد احسان علي شاهه ۽ سندس وڏي ڀاءُ سيد امداد علي شاهه کي سيد ثابت علي شاهه جي وصيت مطابق سڄي ڪٽنب سميت سيوهڻ مان گهرائي حيدرآباد ۾ ميرن جي قبن وٽ زمين ۽ جايون ڏئي رهايو.

هن علمي گهراڻي تي مغلن جي حڪومت کان وٺي وقت جي حاڪمن ۽ بادشاهن جي خاص نظر عنايت رهي. اهڙي طرح سيد احسان علي شاهه به سنڌ جي آخري تاجدار مير محمد نصير خان ٽالپر جو خاص مقرب هو. سيد "مرتضائي" ٺٽوي سنہ 1890ع ۾ پنهنجي تصنيف ڪيل منظوم مثنوي "يوسف زليخا" ۾ سيد احسان علي شاهه بابت لکي ٿو ته: "سيد ثابت علي شاهه جو فرزند سيد احسان علي شاهه تمام قابل ۽ لائق، جو سڀ ڪنهن ڳالهه جي مثال تي قرآن شريف جي آيت ۽ حديث نبوي، مولانا رومي جي مثنوي جو بيت، پنهنجي پيءُ ثابت علي شاهه ۽ ڀٽائي صاحب جو بيت چوندو هو"

سيد احسان علي شاهه جو چيل "مياڻي جو مرثيو" عرف جنگ نامو سندس مشهور تصنيف آهي. جيئن ته سيد احسان علي شاهه مياڻي جي جنگ جي وقت حيات هو سو سمورو اکين ڏٺو احوال ڏاڍي سهڻي رزميه انداز ۾ پيش ڪيو اٿس. سندس هي مرثيو سنڌي ادب ۾ هڪ تاريخي حيثيت رکي ٿو سيد احسان علي شاهه 1845ع ڌاري حيدرآباد جي علائقي "ميرن جي قبا" تي

وفات ڪئي ۽ اتي ئي مدفون آهي. سيد احسان علي شاهه کي چار فرزند هئا پر چار ئي لا اولاد ئي انتقال ڪري ويا. پر سندس وڏي ڀاءُ سيد امداد علي شاهه اول جو اولاد هلندو اچي ۽ حيدرآباد جي ميرن جي قبن وٽ سندن رهائش آهي. احسان علي شاهه جو گهڻو ڪلام ضايع ٿي چڪو آهي پر ويجهڙائي ۾ سندس ڪجهه سنڌيءَ ۾ چيل سلام پراڻن بياضن ۾ مليا آهن. سندس هڪ شاهڪار سلام جو مطلع ۽ مقطع پيش آهي:

سي مرتضيٰ جا سهڻا رڻ ڪربلا سڌاريا
زهرا جا ماهه پارا رڻ ڪربلا سڌاريا

”احسان علي“ چؤ مرثيا شهدائي ڪربلا جا
مطلوب سي خدا جا رڻ ڪربلا سڌاريا

**احمد خان لغاري، نواب**: نواب احمد خان لغاري 1207هه/1792ع ۾ ڄائو. ٽالپر حڪومت جي مشهور وزيراعظم نواب ولي محمد خان جو وڏو فرزند هو. پنهنجي والد جي نظر هيٺ عربي ۽ فارسي جي تعليم حاصل ڪيائين. پوءِ باقاعدي وزارت جي تربيت حاصل ڪري ٽالپرن جي دربار ۾ داخل ٿيو. انگريزن ۽ ٽالپرن جي عهد نامن دوران نواب احمد خان ايلچي رهيو. پاڻ باهمت انسان هو. سندس عوام ۽ راڄن سان دلي محبت هئي. هو سندن ڀلائي ۽ بهبود خاطر هميشه ڪوشان رهندو هو. همت ۽ مردانگيءَ سان گڏ سندس طبيعت ننڍي هوندي کان فقيريءَ ڏانهن مائل هئي. جنهنڪري ننڍي جي درويش شاهه بلاول جو مريد ٿيو. جيڪو بعد ۾ لڏي پيٺ ۾ آيو ۽ پيٺ وارو صاحب سڏجڻ لڳو.

مير صاحبن جي اسرار تي شاهه بلاول جڏهن سنڌ ڇڏي مسقط ڏانهن روانو ٿيو ته ويندي وقت نواب احمد خان کي چيائين ته مريد اسان جو آهين، پر صحبت وڃي صوفي فضل الله قلندر سان ميرانپور (جهوڪ) ۾ ڪر. انهيءَ ڪانپوءِ نواب احمد خان صوفي شاهه قلندر جو مريد ٿيو. هتان ڪانپوءِ نواب (لغاري) خاندان جو تعلق لڳاتار جهوڪ شريف سان قائم ٿيو. جيڪو اڄ تائين قائم آهي. نواب احمد خان لغاري 19 ذوالقعد 1286هه/21 فيبروري 1870ع تي پنهنجي ڳوٺ مرزانپور جاگير ۾ وفات ڪئي، کيس جهوڪ شريف ۾ دفن ڪيو ويو. سندس اٿڻي ويهڻيءَ ۾ فقيري ۽ درويشي نمايان هوندي هئي. هن جي زندگي صوفياڻي زندگيءَ جو چٽو نمونو هئي. سندس اهڙو فڪر ۽ خيال ڪانئس پوءِ سندس اولاد ۽ خاندان جي ٻين شاعرن ۾ به ملي ٿو نواب احمد خان صاحب صوفياڻو فڪر رکندڙ شاعر هو. سندس شاعريءَ ۾ تصوف ۽ حقيقت جي حب جو ذڪر گهڻو ملي ٿو. هن پنهنجي شاعريءَ ۾ اخلاقي ۽ معاشرتي قدرن کي اجاگر ڪيو آهي ۽ سندس شاعريءَ ۾ بهتر انسان ٿي بهتر زندگي گذارڻ ڏانهن اشارا موجود آهن.

**احمد خان هيسباڻي**: نامور استاد ۽ تعليمدان احمد خان هيسباڻي، 27 جولاءِ 1928ع تي ڳوٺ مولوي نورالله هيسباڻي، تعلقي ڪنڊياري ضلعي نوشهري فيروز ۾ جنم ورتو ابتدائي عربي ۽ فارسي تعليم سيد مهدي شاهه جي درسگاهه مان حاصل ڪيائين. ان کان پوءِ ڳوٺ خداداد سامٽيءَ ۾ پنهنجي مامي مولوي نورالله هيسباڻيءَ وٽان وڌيڪ عربي ۽ فارسي تعليم ورتائين. جنهن ڪانپوءِ سنڌي تعليم گورنمينٽ پرائمري اسڪول ڀاڳي ديري مان



وقت جي قابل استادن عبدالله ميمڻ، پيرل شاهه ۽ محمد صديق چنڙ وٽان حاصل ڪيائين. پنهنجي ذهانت ۽ هوشياريءَ جي ڪري استادن ۽ شاگردن ۾ نهايت مقبول رهيو. اسڪالرشپ جي امتحان ۾ امتيازي پوزيشن ڪنيائين. انگريزي تعليم لاءِ اي.بي ڪلاس دربيلي ۾ داخل ٿيو جتي ديوان واڌومل ۽ دين محمد سهاڳ سندس استاد رهيا، ان اسڪول ۾ هڪ درجو پڙهڻ بعد لوڪل بورڊ هاءِ اسڪول نوابشاهه ۾ داخل ٿيو جتي به ذهانت سبب 12 روپيا اسڪالرشپ حاصل ڪيائين. 1944ع ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ مان فرسٽ ڪلاس ۾ مئٽرڪ پاس ڪري، استادي پيشي سان وابسته ٿيو. ڪجهه وقت خزاني آفيس ۾ نوڪري ڪيائين، پر اتان جلد ئي استعيفيٰ ڏنائين. احمد خان هيسباڻيءَ هڪ قابل ۽ لائق استاد جي حيثيت ۾ پنهنجو تعليمي سفر 23 آگسٽ 1947ع کان 27 جولاءِ 1988ع تائين جاري رکيو. استاد احمد خان هيسباڻيءَ تعليمي سفر دوران 1954ع ۾ بي. اي. ۽ 1956ع ۾ بي.ٽي ڪئي. 1969ع ۾ ايم. اي سنڌي ڪئي. سرهاڙي ۽ سانگهڙ جي اي. بي ڪلاس اسڪولن ۾ پڙهائڻ ڪانپوءِ لوڪل بورڊ هاءِ اسڪول نوابشاهه ۾ بدلي ٿي آيو جتي استاديءَ جا فرض سرانجام ڏيڻ سان گڏ شاگردن جي هاسٽل جو به انچارج رهيو. 10 جون 1959ع تي کيس ترقي ڏئي نارو شاهه هاءِ اسڪول جو هيڊ ماستر مقرر ڪيو ويو. هن نه رڳو هاءِ اسڪول جي پڙهائيءَ جو معيار بهتر بڻايو پر پنهنجي مدد پاڻ جي اصول هيٺ اسڪول لاءِ ڪجهه ڪمرا، ورڪشاپ ۽ مسجد به ٺهرايائين. ڪجهه عرصو سڪرنڊ، موري ۽ دولتپور هاءِ اسڪولن جو به هيڊماستر رهيو. ان ڪانپوءِ برک تعليمي ماهر ايچ. ايم. خواجا جي رٽائر ٿيڻ بعد 7 آڪٽوبر 1992ع تي کيس ايچ. ايم خواجا هاءِ اسڪول نوابشاهه جو هيڊماستر بڻايو ويو. هن خواجا صاحب جي روايتن تي هلندي 9 سالن تائين محنت ۽ جانفشاني سان هاءِ اسڪول جو نه رڳو انتظام هلايو پر تعليم جو معيار به بهتر بنايو. ان ڪانپوءِ استاد احمد خان نارو شاهه هاءِ اسڪول جو هيڊماستر ۽ آخر ۾ ايڊيشنل ڊسٽرڪٽ ايڊيوڪيشن آفيسر سانگهڙ رهيو.

کيس هاءِ اسڪول نوابشاهه ۾ پڙهڻ کان وٺي شاعريءَ جو به شوق هوندو هو ۽ شاعريءَ جي اصلاح مخدوم امير احمد کهڙائيءَ کان ڪرائيندو هو. مخدوم صاحب جي سرپرستيءَ ۾ قائم 'بزم ادب' ۾ به شريڪ ٿيندو هو. هن شاعريءَ سان گڏ افسانا به لکيا، جيڪي نوابشاهه مان نڪرندڙ رسالي 'ادا' ۽ 'رهنماءِ طلب' ۾ شايع ٿيا. هو شاعريءَ ۾ 'تنوير' تخلص ڪم آڻيندو هو. ڪجهه مقالا به لکيائين. سرائيڪيءَ ۾ به شاعري ڪيائين. پاڻ ساهتيءَ جي بهترين استادن ۾ شمار ٿيندو هو. 22 اپريل 2007ع تي وفات ڪيائين. سندس لائق فرزند بشير احمد هيسباڻي به سنڌي ٻوليءَ جو سٺو اديب آهي، جنهن وٽ نوابشاهه ۾ هڪ وڏي لائبريري آهي.

**احمد سائين خانڳڙهي**: احمد سائين خانڳڙهي مشهور بزرگ ۽ عالم حافظ مولوي عبدالغفار نقشبندي جي گهر تيرهين صدي هجري جي پوئين ڏهاڪي ۾ خان ڳڙهه شريف ۾ پيدا ٿيو. سندس واسطو مهر ذات سان هو. خان ڳڙهه ۾ هڪ پاسي مهرن جي سردار جو مسڪن آهي، ٻئي پاسي حافظ عبدالغفار ۽ احمد سائينءَ جي درگاهه آهي. جتي روزانو ڪئين عقيدتمند اچي حاضري ڀرين ٿا. هن درگاهه جو تعلق ڀرچونڊي شريف سان آهي. احمد خانڳڙهي 1325هه/ 1907ع ۾ درگاهه جو سجاده نشين ٿيو. طريقت ۾ رندانا مشرب اختيار ڪيائين. احمد سائين گهڻوئي ڪلام چيو آهي جنهن ۾ مولود، سي حرفيون ۽ ڪافيون شامل آهن. سندس شاعريءَ

مولود، سي حرفيون ۽ ڪافيون شامل آهن. سندس شاعريءَ جا ٻه ڪتاب ڇپجي شايع ٿيل آهن. احمد سائين 23 شوال سن 1353ھ/1935ع ۾ وفات ڪئي.

**احمد سلطان:** احمد سلطان هڪ پهتل وليءُ الله سڏجي ٿو جنهن جي مقبرو ننگر نالي تي پراڻي بائيجي (پنوعاقل) ۾ وسيع عريض قبرستان آهي. جنهن جي ايراضي 70 ايڪڙ ڪن آهي. هتي ابراهيم شاهه ۽ احمد سلطان جا روضا آهن. جيڪي قديم فن اڏاوت جو نادر نمونو آهن. احمد سلطان ذات جو مهر هو. هڪ روايت آهي ته هي وڏو چور هو. هڪ دفعي شب قدر جي رات مينهن چوري ڪري اچي رهيو هو ته مٿس قادر جو ڪرم ٿيو ۽ ڪا ڏيکاري آيس. ان واقعي بعد هن جي زندگي ئي تبديل ٿي وئي. فقيري اختيار ڪري هتي ئي رهي پيو ۽ هتي ئي دفن ٿيو.

**اخبار تعليم:** اخبار تعليم سنڌ جي هڪ قديم مئگزين آهي، جيڪا 1902ع ۾ ناميارى تعليمدان تارا چند شوقيرام، ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج فار مين حيدرآباد مان شايع ڪئي، پاڻ ان وقت ٽريننگ ڪاليج جو پرنسپال هو.




هيءَ مئگزين سنڌ جي تعليم کاتي جي ترجمان رهي آهي. هڪ صديءَ کان مٿي عرصو هلندڙ هن مئگزين سنڌ جي ثقافت، ادب، ٻوليءَ ۽ تعليم جي بهتري ۽ واڌاري لاءِ پنهنجو ڀرپور ڪردار ادا ڪيو آهي. زماني جي لاهن چاڙهن باوجود هن مئگزين جي بنيادي مقصدن ۾ قومي تعليمي پاليسين جي روشنيءَ ۾ استادن ۽ تعليمدانن جي رهنمائي ڪرڻ، حڪومت پاران هلندڙ تعليمي پاليسين جي روشنيءَ ۾ استادن ۽ تعليمدانن جي رهنمائي ڪرڻ، حڪومت پاران هلندڙ تعليمي منصوبن جي ڄاڻ ڏيڻ، استادن ۽ شاگردن جي سکيا جي مسئلن کي بيان ڪرڻ ۽ تعليمي نظام کي بهتر بنائڻ لاءِ تجويزون، تجزيا ۽ رايا ڇاپڻ آهي. رسالي جو اهم مقصد سنڌ جي تعليم ۽ خواندگي کاتي جي سرگرمين جي ڄاڻ پڻ ڏيڻ آهي. سنڌ جي ناميارى تعليمي ماهر ۽ استاد سيد غلام مصطفيٰ شاهه، سکرنڊ جي ٽيچرس ٽريننگ اسڪول ۾ تربيت وٺندڙ استادن کي 1967ع ۾ خطاب ڪندي اخبار تعليم جاري ڪرڻ جا هيٺيان مقصد بيان ڪيا:

1. وڏن وڏن ماهر ۽ قابل استادن کان علمي مضمون لکرائي، انهيءَ رسالي ذريعي سڄي سنڌ جي استادن جي ڄاڻ ۾ اضافو آڻجي.
2. تعليم سان واسطو رکندڙ ڏکيا مسئلا حل ڪري منظر عام تي آڻجن.
3. تعليمي ميدان ۾ ٿيندڙ ترقيءَ ۾ نون سڌارن بابت معلومات شايع ڪري ڪنڊ ڪڙڇ جي اسڪولن جي ماسترن کي ان کان آگاهه ڪيو وڃي.

اخبار تعليم ۾ تعليم سان لاڳاپيل مڙني موضوعن تي مواد ڇپبو رهيو آهي. هن اخبار سنڌ جي ادب، تهذيب، ثقافت ۽ ٻوليءَ بابت بهترين مضمون شايع ڪيا آهن. جيئن سنڌي نثر نظم، گرامر مضمون نويسي وغيره ڪيئن پڙهائجن. انهن مان هر هڪ موضوع تي ڪيترائي مضمون شايع ٿيندا رهيا آهن. جاگرافي، زراعت، تاريخ، اسلاميات، مذهب، اخلاقيات، جسماني صحت، سائنس جي موضوعن تي ڪافي روشني وڌي وئي آهي. رياضيءَ جي وڏن وڏن ڏکين مسئلن ۽ حسابي ڪمن کي اخبار جي ذريعي حل ڪيو ويندو رهيو آهي. اسڪول ۾ ضابطي، نگراني ۽ انتظام متعلق مواد ڏنل آهي. سنڌ جي مختلف راندين، هنرن، موسيقي، تعليم، بالغن جي تعليم، عورتن جي تعليم ۽ انساني حقن بابت معلوماتي مضمون ڏنل آهن. زوري/ لازمي تعليم، بالغن جي تعليم، عورتن جي تعليم ۽ انساني حقن بابت معلوماتي مضمون ڏنل آهن. ٻين مشرقي ۽ مغربي ملڪن جي رهڻي ڪهڻي، رسمن رواجن ۽ اتي جي تعليم جي طريقن بابت حقيقتون ڏنيون ويون آهن. نون تعليمي طريقن، مهارتن جهڙوڪ: مانٽيسوري، ڪِنڊر گارٽن، آڪٽيءَ وارو طريقو مشاهداتي طريقو سرگرمين وارو طريقو ۽ شاگردن جي مختلف گهڻ رخي ذهانتن ۽ گهڻ جماعتي تدريس جي باري ۾ ۽ تدريسي امدادي شين جي متعلق بهترين مضمون شايع ٿيندا رهيا آهن.

اخبار تعليم ۾ سنڌ ۽ دنيا جي ناميارن عالمن ۽ تعليمي ماهرن جي سوانح حيات ۽ علمي ادبي ڪارنامن ۽ نظرين جو پڻ ذڪر ڪيل آهي. انهن ۾: جان جيڪس روسو فروبيل، حڪيم ارسطو طاليس، قائداعظم محمد علي جناح، محترمه فاطمه جناح، ايس ڊي ڪانٽريڪٽر اين. اي بلوچ، غلام علي نانا، مرزا قليچ بيگ، ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو ۽ ٻيا شامل آهن. 1949ع کان اخبار تعليم نون ڇپيل ڪتابن تي تنقيد ۽ تبصرا ڏيڻ شروع ڪيا، جيڪا سنڌي ادب جي وڏي خدمت آهي. ڪتابن تي تبصرن کان علاوه اخبار تعليم پاران بهترين ليکڪن جي پڻ همت افزائي ڪئي وئي. سال 14-1913ع کان اخبار تعليم ۾ مضمون لکندڙ ليکڪن لاءِ انعامي سلسلو پڻ شروع ڪيو ويو. اخبار تعليم ۾ تعليم کاتي پاران وقت بوقت نڪرندڙ مختلف نوٽيفڪيشن هدايتون تعليم کاتي ۾ آفيسرن جون ٿيندڙ بدليون ۽ عام تعليمي خبرون ۽ اطلاع پڻ شايع ٿيندا رهيا آهن.

**اخبار تعليم جا مکيه ايڊيٽر:** اخبار تعليم جا اڪثر ايڊيٽر ٽريننگ ڪاليج فار (مين) حيدرآباد جا پرنسپال ۽ استاد رهيا آهن. جنهن ۾ باني ايڊيٽر راءِ بهادر ديوان تارا چند شوقيرام، ديوان پريمچند آوتراءِ جهانگياڻي، خانبهادر نور الدين غلام علي الانا، خانبهادر محمد صديق ميمڻ، مسٽر غلام حسين سومرو، ڊاڪٽر غلام حسين جعفري، مسٽر غلام رضا پنهور رحيم بخش سرهيو، مسٽر غلام اصغر ونڊير، ڊاڪٽر اطهر رضوي، واحد بخش شيخ، علي حيدر جج، محمد سليمان خاصخيلي، ڊاڪٽر عبدالجبار مغل، الهڏنو سهتو، سيد شير شاهه بخاري، هن وقت به اخبار تعليم شايع ٿي رهي آهي، جنهن جو ايڊيٽر محمد ادريس جتوئي آهي. اخبار تعليم سن 2002ع کان نئين سوچ، نئين رنگ ۽ ڍنگ ۾ شايع ٿي رهي آهي. اخبار تعليم جي لاءِ ناميارى استاد محمد صديق مسافر جو ورهاڱي کان اڳ ۾ اهم ڪردار رهيو آهي، جنهن اخبار تعليم ۾ نئون روح ڦوڪيو.

اخبار تعليم ۾ سنڌ جي ويهين صديءَ جي اڪثر ناميارن ليکڪن، تعليمي ماهرن، استادن جا مضمون، تقريرون، ليڪچر شايع ٿيندا رهيا آهن. مٿين ايڊيٽرن کانسواءِ جن ليکڪن مضمون لکيا آهن، تن ۾: محمد صديق مسافر، پروفيسر شيورام اين ڦيرواڻي، اتمچند گنگارام، خوبچند ايسرداس جگياڻي، جيٺمل پرسرام، پرمانند ميوارام، ٻولچند ڏيارام، ڪشنچند بيوس، پيرومل مهرچند آڏواڻي، ڪيئرو مل، مرزا قليچ بيگ، علامه علي خان ابڙو، حافظ احسن چنا، الهه بخش قريشي، جمع خان، ڊاڪٽر نبي بش خان بلوچ، محمد ابراهيم جويو، سيد غلام مصطفيٰ شاهه، رحيم بخش ميمڻ، پير حسام الدين راشدي، علامه غلام مصطفيٰ قاسمي، پروفيسر عبدالرحيم ڏيٿو غلام محمد گرامي، ڊاڪٽر سيد محمد صالح شاهه، سيد غلام مرتضيٰ شاهه (جي. ايم. سيد)، فتح محمد سيوهاڻي، مسٽر جمشيد مهتا، لطف الله جوڻي،

ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو، سيد عبدالحسين موسوي، علي محمد نور محمد، ڊاڪٽر حبيب الله صديقي، عبدالغفار صديقي، محمد جمن ٽالپر، ابن الياس سومرو، محمد اسماعيل عرساڻي، جمع خان غريب، محمد پريل اشرفاڻي، پروفيسر الله ورايو ڀهڻ وغيره شامل آهن.

اخبار تعليم وقت بوقت سالنامہ/ خاص نمبر طور پڻ ڪڍندي رهي آهي. اهڙا نمبر 1951ع کان 1961ع تائين شايع ٿيا. ڊاڪٽر حبيب الله صديقي ۽ عبدالغفار صديقي جي ڪوشش سان اخبار تعليم جا پراڻا ايڊيشن ڀيهر ڇاپيا ويا. جن ۾ سال 1908ع، 1909ع، 1910ع ۽ 1911ع جا مڪمل اخبار تعليم جا شمارا ڪتابي صورت ۾ موجود آهن. اخبار تعليم 1980ع جي ڏهاڪي تائين سنڌي زبان ۾ شايع ٿيندي رهي آهي. انڪانپوءِ ڪجهہ مضمون انگريزي ۽ اردو ۾ پڻ ڇپبا رهيا آهن. اڳي اخبار تعليم کي پوري تعليم کاتي جي سرپرستي حاصل هوندي هئي ۽ اخبار تعليم مان ڇپجڻ بعد هر هڪ تعليمي ماستر وٽ پهچندي هئي. اتان هٿو هٿ استادن کي ملندي هئي. هر هڪ استاد تعلقي ماستر وٽ قيمت جمع ڪرائيندو هو. جيڪا بروقت ٽريننگ ڪاليج فار (مين) حيدرآباد جي پرنسپال کي مني آرڊر وسيلي موڪليندو هو. ائين اخبار تعليم ريگيولر نڪرندي هئي. هاڻي استادن جي پگهارن جو طريقو بدلجي ويو آهي. سموري جوڙجڪ تبديل ٿي وئي آهي، جنهن جو اثر اخبار تعليم تي بہ پيو آهي.

**اختر جهوناڳڙهي**: قاضي احمد ميان اختر جهونا ڳڙهي 1897ع ۾ هندستان جي مسلم رياست جهونا ڳڙهہ ڪاٺياواڙ جي هڪ قاضي خاندان ۾ پيدا ٿيو. هن جا وڏا محمد بن قاسم جي دور ۾ عربستان مان هجرت ڪري سنڌ اچي، ٺٽي ۾ آباد ٿيا. جيڪي وري 1124ع جي لڳ ڀڳ شهنشاهہ فرخ شيرجي دور ۾ ٺٽي مان لڏپلاڻ ڪري جهونا ڳڙهہ ۾ مستقل وڃي رهيا. هن جهونا ڳڙهہ جي مهابت مدرسي مان مدل تائين تعليم حاصل ڪئي. قاضي اختر جي عملي زندگيءَ جو آغاز 1914ع کان ٿيو. هن 1988ع ۾ ادبي رسالو 'شهاب' جاري ڪيو. هن جو پسنديده موضوع اسلامي تاريخ ۽ اردو ادب ۽ تحقيق هو. انهن موضوعن تي هن بيشمار مضمون ۽ مقالا لکيا. هن جي تحقيق سبب ئي هي ڳالهہ سامهون آهي تہ اردو جي پهرين باقاعده صاحب ديوان شاعر وليءَ جو تعلق اصل احمدآباد سان آهي، جنهن کي ڪافي عرصي کان ولي دکنوي چيو پئي ويو.



ورهاڱي کان پوءِ اختر جهوناڳڙهي پاڪستان آيو. جتي هن ادبي سرگرمين ۾ حصو ورتو. ريڊيو پاڪستان ڪراچي اسٽيشن تان مهيني ۾ ٻہ دفعا عالم اسلام جي عنوان سان هن جون تقريرون نشر ٿينديون هيون. هي 1953ع کان وٺي وفات تائين سنڌ يونيورسٽي جي اسلامي تاريخ جي شعبي ۾ صدر ۽ پروفيسر جي حيثيت سان ڪم ڪيائين. هن جون ڪيترين ئي تصنيفون آهن. جن ۾: طبقات الامم (صاعد بن اندلسي جي ڪتاب جو ترجمو)، اسلام جو يورپ تي اثر (ترجمو)، عهد اسلامي ۾ ڪتب خانن جو نظام، اسٽڊي، اورينٽل اينڊ اسلامڪ، زرگل ۽ ٻيا گهڻا ئي ڪتاب لکيائين. هن جي وفات آگسٽ 1955ع ۾ ٿي.

**اختر موراڻي**: قاضي محمد علي 'اختر موراڻي' ولد قاضي عبدالڪريم 8 جنوري 1927ع تي ڳچيري ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم ڳچيري مان حاصل ڪيائين. فارسيءَ جا بنيادي ڪتاب پنهنجي والد ۽ ٻاءُ وٽ پڙهيائين. 43-1942ع ۾ سنڌي فائنل ڏنائين. انهيءَ عرصي دوران شاعري شروع ڪيائين. ايم.اي سنڌي ۽ ايم. اي فارسيءَ ۾ فرسٽ پوزيشن حاصل ڪيائين. 1951ع کان علمي ادبي سرگرمين ۾ آيو. 1963ع ۾ سنڌي ادبي سنگت موري جو باني سيڪريٽري ٿيو ان کان سواءِ "بزم لطيف" قائم ڪري، ان جو سيڪريٽري بہ ٿيو. قاضي محمد علي هڪ سٺي شاعر هئڻ سان گڏ سٺو افسانہ نگار، مضمون نويس ۽ ناٽڪ نويس بہ هو. سندس مضمون، شاعري ۽ افسانا، ان وقت جي مشهور ادبي رسالن ماهوار "فردوس" هالا ۽ "نئين زندگي" وغيره ۾ ڇپيا. هن سنڌيءَ کان سواءِ اردو زبان ۾ بہ شاعري ڪئي آهي. شاعريءَ ۾ تخلص "اختر" ۽ "مسلم" ڪم آڻيندو هو جڏهن تہ مزاحيہ شاعريءَ ۾ "علامہ ڪڙٻي" استعمال ڪندو هو ۽ سندس مزاحيہ شعر سڄيءَ سنڌ ۾ ائين مشهور هوندا هئا، جيئن نامور شاعر نياز همايونيءَ جا مزاحيہ شعر عبرت ۽ هلال پاڪستان اخبارن ۾ مشهور هئا.

**اخلاص، سورة** : قرآن مجيد جي 112 نمبر سورة، جيڪا مڪي ۾ نازل ٿي، جنهن ۾ چار آيتون آهن. هن سورة ۾ الله تعاليٰ جي وحدانيت کي تمام مفصل، پاڪ صاف ۽ سهڻي انداز ۾ پيش ڪيو ويو آهي. البتہ هي سورة تمام ننڍي آهي، پر حقيقت ۽ تلقين حاصل ڪرڻ جو هن ۾ وڏو درس شامل آهي. هن جي تلاوت جو وڏو ثواب بيان ڪيل آهي. انڪري گهڻا ماڻهو نماز ۾ سورة فاتحہ سان گڏ سورة اخلاص ضرور پڙهندا آهن.

**اداره سچل سرمست**: 'اداره سچل سرمست' شڪارپور جو باني اديب ۽ شاعر آغا عبدالنبي 'عليگ' هو. سن 1965ع ۾ هي ادارو قائم ڪيو ويو. شروع کان ئي صوفي جهامنداس 'عاشق' ان جو سيڪريٽري رهندو آيو. هن اداري پاران مشاعرن جون محفلون ٿينديون رهنديون آهن. آغا عبدالنبي 'عليگ' جي انتقال کان پوءِ غلام نبي 'مير' کي ان جو صدر چونڊيو ويو هو. 'مير' صاحب جي وفات کان پوءِ سندس وڏو فرزند نور نبي 'مير' ان جي سرپرستي ڪري رهيو آهي.

**ادب (رسالو)**: هي رسالو حيدرآباد مان ماهوار شايع ٿيندو هو. جنهن جو پهريون شمارو جون 1996ع ۾ سنڌي ادبي سنگت شاخ حيدرآباد پاران شايع ٿيو. ان جو چيف ايڊيٽر گل ڪونڊر، ايڊيٽر جاويد سحر قريشي ۽ ايڊيٽوريل بورڊ ۾ سيد سردار، سنڌو قاضي، عمران لغاري ۽ عبدالحفيظ جمالي شامل هئا. هي رسالو تمام گهڻو عرصو جاري رهيو ۽ گل ڪونڊر هن جو روح رواں رهيو. هن رسالي جا 111 پرچا شايع ٿيڻ کانپوءِ جڏهن ڊڪليئريشن ورتي وئي تہ ڊڪليئريشن "اديب" عنوان سان ملي، ان ڪري رسالي جو نالو "ادب" مان بدلائي "اديب" ڪيو ويو ۽ ان ريت "اديب" 112 کان 138 تائين پرچا شايع ٿي سگهيا. هن رسالي جي پهرئين پرچي کان پوءِ باقي 137 پرچا ادب اشاعت گهر، حيدرآباد پاران شايع ٿيا. هن رسالي جا ڪيترائي پرچا مختلف ادبي شخصيتن جي حوالي سان خاص نمبر طور شايع ٿيا، جن ۾ جي. ايم. سيد، امر جليل، حميد سنڌي، تاج جُويو، امداد حسيني،



محسن ڪڪڙائي، فوزيہ سومرو، نصير مرزا، ادل سومرو، اياز گل، آثم ناٿن شاهي، وفا ناٿن شاهي، يوسف سنڌي ۽ طارق اشرف وغيره شامل آهن. هن رسالي جو آخري پرچو مئي 2006ع ۾ شايع ٿيو ۽ پوءِ هي رسالو ڪجهه مجبورين سبب بند ٿي ويو.

**ادب اشاعت گهر**: علمي ادبي ڪتابن/ رسالن جي اشاعت جو هي ادارو 1995ع ۾ سنڌي ادب جي نامياري شاعر گل ڪونڌر قائم ڪيو. هن اداري پاران ادب/ اديب رسالو شايع ٿيندو هو. جيڪو تمام گهٽي عرصي تائين جاري رهيو ۽ 138 پرچا شايع ٿيا. ان ڪان علاوه هن اداري پاران 10 ڪان وڌيڪ مختلف صنفن تي ڪتاب بہ شايع ڪيا ويا آهن.

**ادب ٻولي تعليم** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌ جي نامور ڏاهي ۽ اديب محمد ابراهيم جويي جو لکيل آهي. ڪتاب جو مواد پنجن ڀاڱن ۾ ورهايل آهي، جنهن ۾ جويي صاحب جي ويچارن، لاڙن ۽ نقطہ نظر جي عڪاسي ٿئي ٿي. ڪتاب جي پهرئين ڀاڱي ۾ ”ادبي سنگت“، ”مهراڻ“ ۽ ”سنڌو“ بابت ڊاڪٽر دائود پوٽي، رحيمداد مولائي شيدائي ۽ احمد بشير جي لکيل مضمونن ۽ ٻين ادب دوستن جا ادبي خط ۽ پڙهندڙن جا پيغام شامل آهن. ڪتاب جو ٻيو ڀاڱو ”ادبي پڌرناما“ صدارتي خطبا ۽ متفرق مضمونن تي مشتمل آهي ۽ ڪتاب جو ٽيون ڀاڱو ٻولي ۽ تعليم تي، جڏهن تہ چوٿون ڀاڱو تنقيدي مضمونن، تبصرن ۽ پنجون ڀاڱو ”پيغام ۽ شعر“ ۽ ٻين مختصر انٽرويوز تي مشتمل آهي.




مجموعي طرح سائين محمد ابراهيم جويي جو هي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي سنجيده ادب جو اهم ورثو آهي. ڪتاب جو پيش لفظ نوجوان ليکڪ جامي چانڊيي لکيو آهي. هيءُ ڪتاب سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت حيدرآباد سيپٽمبر 1998ع ۾ شايع ڪيو. ڪتاب جي قيمت 250 رپيا رکيل آهي. هيءُ ڪتاب ڊيمي سائيز ۾ 588 صفحن تي مشتمل آهي.

**ادريس راجپوت**: محمد ادريس راجپوت آبپاشي ماهر طور سڃاتو وڃي ٿو. هو آبپاشي کاتي جو سيڪريٽري بہ رهيو آهي، سندس ٻي وڏي سڃاڻپ رٽائرمينٽ ڪانپوءِ پنهنجي موضوع سان نڀائيندي، سنڌ جي نقطہ نظر کي ڌيان ۾ رکندي، مضمون ۽ مقالا لکڻ ۽ عوام کي آگاهي ڏيڻ آهي. هو مختلف موقعن سنڌ جي پاڻيءَ جو ڪيس پيش ڪندو رهي ٿو. محمد ادريس راجپوت 20 نومبر 1941ع تي دينار خان راجپوت جي گهر، ڀارت جي ضلعي ”ڳڙگائون“ جي هڪ ڳوٺ ”نُوهہ“ (Nuh) ۾ پيدا ٿيو هي اڃا اسڪول ۾ پڙهڻ لاءِ مس داخل ٿيو هو تہ ننڍي کنڊ جي ورهاڱي سبب، سندس خاندان نئين نهيل ملڪ پاڪستان ڏانهن لڏپلاڻ ڪئي. جنهنڪري سندس خاندان پهريائين ٽنڊي الهيار، پوءِ نارو شاهہ ۽ آخر قنبر ۾ اچي ويٺو. ننڍ پڻ ۾ ماءُ جي لاڏاڻي سبب، کيس ڏاڏيءَ پاليو. جنهنڪري مٿس ان جو ڪافي اثر رهيو.



هن ابتدائي تعليم 1955ع ۾ مين پرائمري اسڪول قنبر ۽ مئٽرڪ 1959ع ۾ ميونسپل هاءِ اسڪول قنبر مان پهرين پوزيشن سان حاصل ڪئي. هن انٽر سائنس (مئٿميٽڪس) ۾ بہ 1961ع ۾ گورنمينٽ ڪاليج حيدرآباد مان فرسٽ ڊويزن ۾ پهرين پوزيشن حاصل ڪئي. سندس والد جي خواهش کيس ڊاڪٽر ڪرڻ جي هئي، پر پنهنجي شوق سبب هن سول انجنيئرنگ (1965ع) ۾ بي. اِي اين اِي ڊِي يونيورسٽي ڪراچيءَ مان فرسٽ ڪلاس ۾ گولڊ ميڊل ماڻي حاصل ڪئي. ان ڪانپوءِ هي 1966ع ۾ آبپاشي کاتي ۾ اسسٽنٽ انجنيئر مقرر ٿيو جتي 1970ع ۾ اسسٽنٽ ايگزيڪيٽو انجنيئر طور ترقي حاصل ڪيائين. ۽ پوءِ ترقي ڪندي، صوبائي سيڪريٽري آبپاشي ٿيو ۽ 19 نومبر 2001ع تي رٽائر ڪيائين. ان دؤران هي مختلف سرڪاري پراجيڪٽن جو انچارج بہ رهيو. ادريس راجپوت رٽائرمينٽ ڪانپوءِ 2002ع کان وٺي مسلسل سنڌ جي پاڻيءَ جي مسئلي تي جاڻ ڀريا مضمون روزاني ”ڪاوش“ حيدرآباد ۾ پئي لکيا آهن. جن کي بيحد ساراهيو ويو آهي. مارچ 2003ع ۾ انهن مضمونن کي نوجوان اديب رياضت ٻرڙي، ترتيب ڏئي، هڪ ڪتاب جي صورت ۾ ”گريٽر ٿل ڪينال ۽ ڪالا باغ ڊيم“ جي نالي سان، ڊاڪٽر محبت اڪيڊمي قنبر پاران ڇپرو ڪيو. محمد ادريس راجپوت کي سندس خدمتن جي مڃتا ۾ اڪيڊمي پاران اپريل 2003ع ۾ ”ڊاڪٽر محبت ٻرڙو اوارڊ“ بہ ڏنو ويو. تصوف جي مطالعي سان دلچسپي رکندڙ محمد ادريس راجپوت جي رهائش 1979ع کان وٺي ڊفينس هائوسنگ سوسائٽي ڪراچيءَ ۾ آهي.

**ادريس عليہ السلام**: حضرت ادريس عليہ السلام، الله تعاليٰ جو پيغمبر هو. پاڻ انيف (مصر) ۾ پيدا ٿيو. عرب جا ماڻهو کيس هرمس، ادريس ۽ مثلث بالمغم جي نالن سان سڏيندا آهن. پاڻ 105 سال نبوت جا فرض ادا ڪيائون ۽ عام ماڻهن جي بهتريءَ لاءِ الله جو پيغام پهچائيندا رهيا، مٿن ٽيهہ صحيفا نازل ٿيا. 65 سالن جي عمر ۾ بروفا نالي هڪ نيڪ خاتون سان شادي ڪيائون، جنهن مان کيس هڪ فرزند متوشلح پيدا ٿيو. قرآن پاڪ ۾ بہ دفعا سندن ذڪر آيو آهي. پهرين سورة مريم ۾، جتي ٻين نبين سڳورن جو ذڪر ڪندي 56 آيت ۾ فرمايو ويو آهي تہ: ”اي نبي، پاڪ ڪتاب ۾ ادريس عليہ السلام جو ذڪر ڪر، هو راست بازي جو پيڪر ۽ نبي هو. اسان ان کي تمام وڏي مقام تي پهچائي ڇڏيو هو.“ ٻيو سورة الانبياء جي 85 آيت ۾ حضرت اسماعيل عليہ اسلام، حضرت ادريس عليہ السلام ۽ حضرت ذوالڪفل عليہ السلام جو ذڪر آيو آهي ۽ چيو ويو آهي تہ ”اهي سڀئي حق جي راهہ تي صبر ڪرڻ وارا هئا، اسان انهن کي پنهنجي رحمت جي سايي ۾ ڪٽي ورتو هو يقيناً نيڪ ماڻهن مان هئا.“ انجيل ۾ بہ حضرت ادريس عليہ السلام جو ذڪر موجود آهي.




**اڏوهي** (ڪتاب): هي ڪتاب ناميار اديب، ڪهاڻيڪار ۽ ناول نويس اخلاق انصاريءَ جو ناول آهي، جيڪو جيجل پبليڪيشن نصيرآباد ڇپرايو آهي. ڪتاب جو انتساب ناليوارن ڪهاڻيڪارن مشتاق شوري، مدد علي سنڌي ۽ ماڪ جي نالي ٿيل آهي. مهاڳ مشتاق احمد شوري لکيو آهي. هي ناول ٽن حصن تي مشتمل آهي.

پهريون "اڌ"، ٻيون "اڌو" ۽ ٽيون "اڌوهي". ڪتاب جي بئڪ ٽائٽل تي ڊاڪٽر بدر اُجڻ، تاج بلوچ، اسحاق انصاري ۽ عباس جلبانيءَ جا مختصر رايا ڏنل آهن. چار رنگي ٽائٽل ۽ پڪي جلد وارو هي ناول 128 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن جو ملهه 100 روپيا آهي.

**اذانِ عشق** (ڪتاب): هي ڪتاب صوفي ولي محمد "تراب" جي شاعريءَ جو مجموعو آهي، جيڪو سندس عقيدت مند نصرالله لغاريءَ، نومبر 2009ع ۾ تبسم پبليڪيشن ڦاڙياري ضلعي خيرپورميرس پاران ڇپائي پڌرو ڪيو. ڊيمي سائيز جي 245 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 200 روپيا آهي ۽ ڪتاب انٽيل ڪميونيڪيشن حيدرآباد مان ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. هن شعري مجموعي ۾ شاعر جو تعارف فقير رانجهن عليءَ لکيو آهي، جڏهن ته مهاڳ، ناميارِي براڊڪاسٽر ڪوثر برڙي لکيو آهي. صوفي ولي محمد جي شاعريءَ تي فقير قادر بخش ڪرم ٽالپر، زبير سومري ۽ نصرالله بليدي جا تاثرات پڻ موجود آهن. هن ڪتاب ۾ فقير ولي محمد تراب جون حمد، نعتون، ڪافيون، وايون، غزل، گيت ۽ بيت شامل آهن.

**ارائونڊ دي ورلڊ** (ڪتاب): ناميارِي ڪالم نگار ۽ سفر نامن جي ليکڪ محمد خان سيال جو سنڌيءَ ۾، انگريزي نالي سان لکيل هي ڪتاب، سفر نامي تي مشتمل آهي، جنهن ۾ ٽيهن ڏينهن اندر دنيا جي گولي کي اڪيلي سر چڪر هڻڻ جو سربستو ۽ دلچسپ احوال ڏنل آهي. انهيءَ سفر دوران، ليکڪ ڪراچيءَ کان جدي، مڪي، مديني، لنڊن، بيڊفورڊ، ايمسٽرڊم، نيويارڪ، لاس اينجلس (هالي ووڊ)، هونو لولو ۽ ٽوڪيو کان ٿيندو ڪراچيءَ موٽيو. هن ڪتاب جو مهاڳ، پنهنجي دؤر جي ناميارِي صحافي، روزاني "الوحيد" ۽ روزاني "هلال پاڪستان" جي اڳواٽي ايڊيٽر شيخ عبدالرحيم لکيو آهي.




ڪتاب ۾ ڪل يارهن باب آهن. جن جو وچور هن ريت آهي: (1) پلي پار ڏانهن (مڪو شريف)، (2) مديني شريف ڏانهن سفر، (3) ڊيگال جي ديس ۾، (4) راڻي ايلزبيٿ جي راڄ ۾، (5) واهن ۽ هيرن جو شهر ايمسٽرڊم، (6) هيءُ نيويارڪ آهي، (7) جڳ مشهور هالي ووڊ ۾، (8) نرالي دنيا ڊزني لينڊ، (9) يونيورسل سٽي (هالي ووڊ)، (10) حيرت انگيز شهر هونو لولو ۽ (11) ايرنڊڙ سج جي سرزمين جاپان. هي ڪتاب جنوري 1998ع ۾، عامر سيال پاران سورٽ اڪيڊمي ڪراچيءَ شايع ڪيو. ڊيمي سائيز ۾ 152 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 80 روپيا آهي.

**ارباب الهجڙيو**: ارباب حاجي الهجڙيو نهڙيو 1862ع ۾ ارباب مٺا خان جي گهر ۾ ڳوٺ ڪيتلاري تعلقي ڏيپلي ضلعي ٿرپارڪر ۾ جنم ورتو. سياست جي شروعات 1895ع کان شروع ڪيائين. سياسي ميدان ۾ مسلم ليگ سان ساٿ ڏئي اڳتي وڌيو. تحريڪ خلافت ۾ حصي وٺڻ کان سواءِ علامه مشرقي جي 1931ع ۾ قائم ڪيل خاڪسار تحريڪ ۾ مير علي احمد ٽالپر ۽



مير رسول بخش ٽالپر سان گڏ حصو ورتائين. آزاديءَ جي تحريڪ دوران ارباب خانصاحب توڳاچي ۽ ارباب تاج محمد جو ٻانهن ٻيلي رهيو. لوڪل بورڊ جو ميمبر به رهيو. ڪيس جڏهن سياست ۾ ڪوڙ ۽ ٺڳي نظر اچڻ لڳس ته سياست کي خيرآباد چئي الله جي اطاعت، عبادت ۽ رياضت ۾ مشغول ٿي انسانيت جي خدمت ڪرڻ لڳو. اسلامي، ديني ۽ علمي معلومات جي اشاعت ۽ جهالت کي ختم ڪرڻ لاءِ 1929ع ۾ ستار آباد ۾ "مظهر العلوم" نالي سان هڪ وڏو ديني مدرسو قائم ڪرايائين. جنهن مان سوين شاگرد عربي، فارسي ۽ قرآن شريف جي تعليم حاصل ڪري چڪا آهن. انهيءَ مدرسي جو خرچ هي سخي مرد برداشت ڪندو هو. عالمن ۽ فاضلن سان روحاني ڪچهريون ڪري انهن مان فيض ۽ ذهني سڪون حاصل ڪندو هو. سندس زندگيءَ جو وڏي ۾ وڏو ڪارنامو مولوي حاجي احمد ملاح جو سنڌي ٻوليءَ ۾ قرآن مجيد جو منظوم ترجمو پنهنجي خرچ تي ڇپائي، سنڌ جي عوام ۾ مفت تقسيم ڪرڻ هو. ته جو عوام سندس ديني، مذهبي ۽ سماجي خدمتون ڪڏهن به وساري نه ٿو سگهي. پاڻ 20 آگسٽ 1988ع ۾ هن فاني دنيا مان رحلت ڪري ويو. سندس آخري آرامگاهه ٿرپارڪر ضلعي جي ڏيپلي تعلقي ۾ سندس اباڻي ڳوٺ ڪيتلاريءَ پرسان ڪيتلاري قبرستان ۾ واقع آهي.

**ارباب امير حسن**: ارباب امير حسن نهڙيو "ونگي جي جام" جي نالي سان مشهور آهي. راڄوٽي جوڙ توڙ ۽ برادرين جي فيصلن ڪرڻ جو وڏو ماهر هو.

ارباب امير حسن 1938ع ۾ ڳوٺ ڪيتلاري تعلقي ڏيپلي، ضلعي ٿرپارڪر ۾ جنم ورتو. سياست جي شروعات 1960ع کان ڪيائين. 1970ع واري ڏهاڪي ۾ جڏهن ذوالفقار علي ڀٽي جي نگرانيءَ ۾ پيپلز پارٽيءَ جو جهنڊو ڦڙڪيو ته ان وقت سڄي سنڌ مان هڪ ارباب اميرحسن هو جنهن آزاد اميدوار طور صوبائي اسيمبليءَ جي ٽڪ تان پيپلز پارٽيءَ جي اميدوار مير خدا بخش ٽالپر کي شڪست ڏئي ڪاميابي ماڻي هئي. 1980ع ۾ مجلس شوريٰ جو ميمبر رهيو. 1983ع جي عام چونڊن دوران ٿرپارڪر جي قومي اسيمبليءَ جي سيٽ اين. اي- 176 تان آزاد اميدوار طور فارم ڀرايائين. جتان ڪامياب ٿي پارليامينٽ ۾ پهتو ۽ محمد خان جوڻيجي جي حڪومت ۾ شامل ٿي ٿر واسين جي خدمت ڪيائين. 1988ع جي اليڪشن ۾ قومي اسيمبليءَ جو ميمبر ٿيو. اهڙي طرح ارباب امير حسن 1970ع کان 1990ع تائين لاڳيتو 20 سال حڪومت ۾ شامل رهيو. 1990ع واري اليڪشن ۾ سياست تان رٽائر ٿي واڳون پنهنجي ننڍي ڀاءُ ڊاڪٽر ارباب غلام رحيم جي حوالي ڪري ڪيتلاري ۽ ڊوڊاري جي اوطاقن تي ويهي راڄوٽي فيصلا ڪندو رهيو. سندس زندگيءَ جو وڏو ڪارنامو 1990ع ۾ ٿرپارڪر ضلعو قائم ڪرائڻ هو. 15 سيپٽمبر 2007ع ۾ وفات ڪيائين. سندس آخري آرامگاهه سندس اباڻي ڳوٺ ڪيتلاري ويجهو، ڪيتلاري قبرستان ۾ واقع آهي.



**ارباب توڳاچي خانصاحب**: ارباب خانصاحب توڳاچي، ارباب خاندان جي مشهور سخي مرد ارباب مير محمد جو پٽ هو. ارباب خانصاحب توڳاچي سياست جي شروعات 1925ع کان ڪئي. راڄوٽي فيصلن جو

ماهر هو. 1936ع کان 1956ع تائين ليجسليٽو اسيمبليءَ جو ميمبر (M.L.A) رهندو آيو.



1936ع ۾ پهريون ڀيرو خانصاحب عطا محمد پلي سان مقابلو ڪيائين ۽ کيس شڪست ڏئي اڪثريت سان ڪامياب ٿي ۽ M.L.A بڻيو. 1941ع جي اليڪشن ۾ غلام نبي شاهه کي شڪست ڏئي ٻيو ڀيرو ايم. ايل. اي بڻيو. 1946ع جي اليڪشن ۾ مير ملڪ محمد ٽالپر کي هارائي ٽيون ڀيرو ايم. ايل. اي طور ڪامياب ٿيو. 1956ع جي اليڪشن دوران سندس مقابلي لاءِ لطف علي دل ميدان ۾ لٿو جنهن کي به ڪاميابي حاصل نه ٿي. ترجي عوام وڏي اڪثريت سان خانصاحب توڳاچيءَ کي ووٽ ڏئي پنجون ڀيرو ايم. ايل. اي طور ڪامياب ڪيو. ارباب توڳاچيءَ جي راڄوٽي جوڙ توڙ، ڏاهپ ۽ ترجي عوام لاءِ رات ڏينهن پاڻ پتوڙي خدمتن ڪرڻ عيوض انگريز سرڪار کيس ”خانصاحب“ جو لقب ڏنو.

1943ع ۾ جڏهن سنڌ اسيمبلي قرارداد پاڪستان جو نهراءِ منظور ڪيو ته ان وقت ارباب خانصاحب توڳاچيءَ به پنهنجو قيمتي ووٽ قرارداد جي حق ڏئي ٿرواسين جي نمائندگي ڪئي.

خانصاحب توڳاچي 1971ع ۾ لاڏاڻو ڪيو. سندس آخري آرامگاهه ڏيپلي تعلقي ۾ سندس اباڻي ڳوٺ ڪيٽلاريءَ جي قبرستان ۾ واقع آهي.

**ارباب حاجي عبدالله:** ارباب حاجي عبدالله نهڙيو پهرين جنوري 1949ع تي تعلقي ڏيپلي جي ڳوٺ ڪيٽلاري ۾ ڄائو. 1970ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان گريجوئيشن ڪيائين. 1980ع کان سياست ۾ شامل ٿيو.



1983ع کان 1984ع تائين ڪلوئي يونين ڪائونسل جو چيئرمئن رهيو. 2000ع وارين مڪاني چونڊن ۾ بنا مقابلي ڪيٽلاري يونين ڪائونسل جو ناظم ٿيو. 2002ع جي عام چونڊن ۾ ننگرپارڪر جي تڪ تان صوبائي اسيمبلي جو ميمبر چونڊيو. اهڙيءَ ريت 2008ع وارين عام چونڊن ۾ به ساڳي ئي تڪ تان هڪ ڀيرو ٻيهر صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. 29 فيبروري 2008ع ۾ هڪ روڊ حادثي ۾ وفات ڪري ويو ۽ پنهنجي اباڻي ڳوٺ ڪيٽلاريءَ جي قبرستان ۾ مدفن آهي.

**ارباب عطاءُالله:** ارباب عطاءُالله نهڙيو پهرين جنوري 1958ع ۾ ضلعي ٿرپارڪر تعلقي ڏيپلي جي ڳوٺ ڪيٽلاريءَ ۾ ڄائو هن 1985ع کان ملڪي سياست ۾ حصو وٺڻ شروع ڪيو ان ئي سال ضلعي ڪائونسل ٿرپارڪر جو ميمبر چونڊيو ويو. 1991ع ۾ ضلعي ڪائونسل جو چيئرمئن ٿيو. 1993ع ۾ عام چونڊن ۾ حصو ورتائين ۽ پنهنجي تڪ تان صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊجي ويو. 1995ع کان 1997ع تائين لائيو اسٽاڪ جو صوبائي وزير رهيو. هي 2001ع کان 2005ع تائين ٿرپارڪر جو ضلعي ناظم رهيو آهي.



**ارباب فيض محمد:** حاجي ارباب فيض محمد نهڙيو ارباب خانصاحب توڳاچيءَ جو پٽ هو جنهن 1942ع ۾ ڳوٺ ڪيٽلاري تعلقي ڏيپلي ۾ جنم ورتو. ارباب فيض محمد سياست جي شروعات 1970ع کان شروع ڪئي.



1977ع واري اليڪشن دوران پي. ايس 55 تان بنا مقابلي سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر ٿيو. 1985ع جي چونڊن ۾ اباڻي تڪ ڏيپلي جي صوبائي اسيمبليءَ جي سيٽ پي. ايس 55 تان سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. 1988ع جي اليڪشن ۾ ارباب فيض محمد بنا مقابلي ڪامياب ٿيو. 1990ع جي اليڪشن دوران هن وري به اباڻي تڪ پي. ايس 55 ڏيپلي تي فارم پرايو ۽ ڪامياب ٿيو سنڌ حڪومت ۾ شامل ٿي جيل ڪاتي جو صوبائي وزير ٿيو. 1997ع جي اليڪشن دوران ساڳي تڪ پي. ايس 55 ڏيپلي تان بنا مقابلي ڪامياب ٿيو. سنڌ حڪومت ۾ منرل، لائيو اسٽاڪ ۽ فشريز کاتي جو وزير بڻيو. اهڙي ريت اباڻي تڪ تان پنج دفعا سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ۽ ٻه دفعا صوبائي وزير ٿيو. ارباب فيض محمد 27 نومبر 2000ع تي وفات ڪئي.

**ارباب کهاوڙ:** ليکڪ ۽ قومپرست اڳواڻ ارباب کهاوڙ جو اصل نالو ارباب علي نبي بخش کهاوڙ آهي، هو ابتدا ۾ 'ارباب سنڌيءَ' جي نالي سان به لکندو هو. هو 11 اپريل 1947ع تي وارهه ۾ پيدا ٿيو ايم. بي. بي. ايس ڪيائين. هن ”سنڌ دوست“ نالي رسالي جا ڪيترائي پرچا شايع ڪيا، جنهن جو پاڻ ايڊيٽر هو. سندس هڪ ڪتاب ”عوامي جمهوري انقلاب“ (1987ع) شايع ٿيل آهي. جيئي سنڌ پروگريسو اسٽوڊنٽس جو باني، جيئي سنڌ محاذ، سنڌ دوست پارٽي سنڌ نيشنل ڪانگريس ۽ سگا جو ميمبر رهيو. سنڌي مطالعي وارن سياسي ڪارڪنن ۾ شمار ٿئي ٿو.

**اربندو گهوش** (1872ع-1950ع): اربندو گهوش، جديد هندستان جو وڏو ويدانتي فلسفي هو. هن 1926ع، 1944ع ۽ 1950ع ۾ شريمد ڀڳوت گيتا تي ڪيترائي مضمون لکيا. 1946ع ۾ ”هندستان ۾ نئين جاڳرتا جي تحريڪ“ ۽ ”ڪائنات جي ڳجهارت“ ڪتاب لکيائين. 1947ع ۾ ”اُلوهيت واري زندگي“ ڪتاب لکيائين. ان کان پوءِ به هن ڪافي ڪتاب لکيا. سندس ارادو هو ته فلسفي سان آخر تائين نڀائي ۽ ان کي اصلي ويدانتا جو روپ ڏئي.

**اڙدو اترادي:** اڙدي اترادي جو اصل سندس اصل نالو ارصلاح ولد کوهدل باجڪاڻي آهي. 17 مئي 1949ع تي ڳوٺ گلواڻي تعلقي ڪنڊڪوٽ ۾ پيدا ٿيو پنهنجي ڳوٺ ۽ ڪنڊڪوٽ هاءِ اسڪول کان تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ سنڌ يونيورسٽيءَ مان سنڌيءَ ۾ ايم اي ڪيائين. 1968ع ۾ ”عاجز“ تخلص سان شاعريءَ ذريعي ادب ۾ داخل ٿيو سندس سموري شاعري اڙدائي واري هئي ان ڪري دوستن جي اسرار تي ”اڙدو اترادي“ نالو اختيار ڪيائين. سلو شاعر، اديب ۽ استاد آهي. سندس لکڻيون مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿينديون رهن ٿيون. سائين جي. ايم. سيد سان عقيدت رکڻ ڪري ڪجهه عرصو جيئي سنڌ محاذ سان به وابسته رهيو. سماجي ورڪر آهي ۽ سگا شاخ ڪنڊڪوٽ سان وابسته آهي. سندس شاعريءَ جو هڪ مجموعو ”جنگ جو اعلان“ شايع ٿيل آهي. جڏهن ته ”موت کي مات“ ۽ ”اکڙين جو جام“ سندس شاعري جا اڻ ڇپيل مجموعا آهن ۽ ”آتم ڪهاڻي“ ۽ ”اڻ وسرندڙ ڪهاڻي“ نثري ڪتاب اجا شايع ٿي نه سگهيا آهن.

**ارشاد علي جلالاڻي، صوفي فقير:** فقير ارشاد علي جلالاڻي، سن 1927ع ۾ ڳوٺ جلالاڻي، تعلقي ڪوٽ ڏيجي، ضلعي خيرپور ۾ ڄائو. کيس ننڍپڻ کان ئي ويراڳ سان دل هوندي هئي. راتين جون راتيون فقراءِ سان گڏ ويراڳ ۾ گذاريندو هو. سندس طبيعت تمام سادي هئي. سدائين مرڪندو نظر ايندو هو. سندس وصال 1987ع ۾ ٿيو. چڱو شاعر هو. ڪيترو ڪلام چيائين جيڪو سندس درگاهه تي سندس ڪلام جو قلمي صورت ۾ موجود آهي.

**اروُنا حسين:** اروُنا حسين پهرين سنڌي ڇوڪري آهي، جنهن کي ڪنهن ملٽي نيشنل ڪمپنيءَ ۾ تمام گهٽ عمر واري چيف ايگزيڪيوٽو آفيسر (C.E.O) هئڻ جو اعزاز حاصل آهي. هوئن ته مارڪيٽنگ شعبي ۾ بين عورتن کي به ڪيترائي اهم موقعا مليا آهن، پرايتريءَ ننڍي عمر ۾ اروُنا حسين، پاڪستان جي پهرين ڇوڪري ۽ سنڌياڻي آهي، جنهن مارڪيٽنگ جي ميدان ۾ اهڙي اهم ذميواري حاصل ڪئي. جنهن وقت 2007ع ۾ اروُنا کي ڪَنٽري مئنيجر جو عهدو مليو، ان وقت هوءَ 30 سالن جي مس هئي. اها ڪمپني 'مَرسڪ لاجسٽڪس' (Maersk Logistics) جي نالي سان مشهور آهي، جڏهن ته اروُنا کي پاڪستان سان گڏ افغانستان ۾ به ڪمپنيءَ جي سرگرمين جي ذميواري ڏنل آهي، جنهن کي هوءَ 100 ماڻهن تي مشتمل ٽيم جي سربراهه جي حيثيت ۾ نڀائي رهي آهي.



اروُنا حسين جو جنم پهرين ڊسمبر 1977ع تي سنڌ جي نامور علمي ادبي گهراڻي ۾ ٿيو. عبدالحسين سرائيءَ ۽ ڊاڪٽر فهميده حسين جي گهر ۾ جنم وٺندڙ هن نياڻيءَ شروعاتي تعليم سينٽ جوزف ڪانوينٽ اسڪول مان ورتي، 1993ع ۾ مئٽرڪ اي. ون گريڊ ۾ ۽ 1995ع ۾ انٽرميڊيٽ سينٽ جوزف ڪاليج، ڪراچيءَ مان اي. ون گريڊ ۾ پاس ڪيائين. ان بعد اروُنا حسين بزنس ائڊمنسٽريشن ۾ ماسٽرس ڪرڻ لاءِ آءِ. بي. اي ڪراچيءَ ۾ داخلا ورتي، جتان هن ايم. بي. اي جي ڊگري سال 2000ع ۾ امتيازي نمبرن سان حاصل ڪئي. شروعات ۾ اروُنا ڪجهه عرصو هڪ ايڊورٽائيزنگ ڪمپنيءَ ۾ ملازمت اختيار ڪئي، بعد ۾ شپنگ (جهاز راني) جي دنيا جي وڏي ۾ وڏي ڪمپنيءَ "AP Moller Maersk Group " ۾ شموليت اختيار ڪيائين. جتان پوءِ هن جي چونڊ ڊينمارڪ ۾ ٿيندڙ ٻن سالن جي تربيتي ڪورس "Maersk International Shipping Education" لاءِ پڻ ٿي، جتي 400 کان وڌيڪ ٽرينيز (تربيت حاصل ڪندڙن) جي گلوبل بئچ مان هوءَ ٽاپ ٽين ڪئٽيگريءَ ۾ پهتي ۽ امتيازي نمبرن سان اهو ڪورس پاس ڪرڻ ڪانپوءِ سندس پوسٽنگ ٻن سالن لاءِ لنڊن ۾ اسسٽنٽ مئنيجر مارڪيٽنگ طور ڪئي وئي، جتي هوءَ 2003ع کان 2005ع تائين رهي. ان ڪانپوءِ پاڪستان ۾ مارڪيٽنگ مئنيجر طور به سال ڪم ڪرڻ دوران سندس اعليٰ ڪارڪردگيءَ ۽ قائدانه صلاحيتن کي ڏسندي 2007ع ۾ مرسڪ لاجسٽڪس (Maersk Logistics) ۾ کيس ڪنٽري مئنيجر مقرر ڪيو ويو. ان ڪمپنيءَ ۾ سندس اڻٿڪ ڪوشش جي نتيجي ۾ ايتري ترقي ٿي، جو ان کي نئين نالي سان سڃاتپ ڏني، 2008ع ۾ کيس ان جو چيف ايگزيڪيوٽو آفيسر مقرر ڪيو ويو. هن وقت اها ڪمپني ڊيمڪو پاڪستان (Damco) جي نالي سان پاڪستان ۽ افغانستان ۾ ڪاروبار ڪري رهي آهي، اروُنا انهيءَ سان گڏوگڏ 2009ع ۾ ڪمپني جي گلوبل سيٽ اپ ۾ پڻ ڊائريڪٽر منتخب ٿي، جڏهن ته هوءَ 2008ع کان 'ڊيمڪو بنگلاديش' جي بورڊ آف ڊائريڪٽرس جي ميمبر پڻ آهي. هوءَ ڪمپنيءَ جي ميٽنگن لاءِ دنيا جي مختلف ملڪن ۾ پاڪستان جي نمائندگي پڻ ڪندي رهي آهي، جن ۾ ڊينمارڪ، انگلينڊ، ڀارت، بنگلاديش، هانگ ڪانگ، سنگاپور ۽ دبئي وغيره شامل آهن. اروُنا حسين جون اهي ڪاميابيون سنڌي ڇوڪرين لاءِ اتساهه جو باعث آهن ته ڪنهن به شعبي ۾ سنڌي عورت به پاڻ مڃائي سگهي ٿي. سندس شادي پاڪستان جي هڪ مڃيل ماهر لسانيات ۽ تحقيقي ڪتابن جي مصنف پروفيسر ڊاڪٽر صبيحه منصور جي فرزند علي منصور سان ٿيل آهي..

**ارون ڌتي راءِ:** سوزانا ارون ڌتي راءِ 24 نومبر 1961ع تي شيلانگ، ميگهالا (ڀارت) ۾ پيدا ٿي. هوءَ انگريزيءَ ۾ لکندڙ ڀارت جي سُڃاڻ ليکڪا آهي، جيڪا هڪ سرگرم سماجي ڪارڪن به آهي، جنهن 1997ع ۾ "بُکر پرائيز" (Booker Prize) حاصل ڪيو، جيڪو کيس سندس مشهور ناول "دي گاڊ آف سمال ٿِنگس" تي مليو. سال 2002ع ۾ کيس "لينن ڪلچرل پرائيز" مليو. هن ڪيترائي مضمون لکيا آهن ۽ هوءَ سماجي ۽ اقتصادي انصاف لاءِ پاڻ پتوڙيندڙ سرگرم ڪارڪن طور سڃاتي وڃي ٿي. ارون ڌتي راءِ جي ماءُ عورتن جي حقن لاءِ پاڻ پتوڙيندڙ عيسائڻ هئي. جنهن جو تعلق شام ملڪ سان هو. جڏهن ته سندس بنگالي پيءُ، چانهه جي باغن ۾ ڪم ڪندڙ محنتي شخص هو. ارون ڌتي راءِ به شاديون ڪيون. سندس پهريون مڙس آرڪيٽيڪٽ هو. ٻيو مڙس پرديپ ڪرشن هو. جنهن سان هوءَ 1984ع ۾ ملي ۽ سندس انعام يافته فلم "ماسي صاحب" (Massey Sahab) ۾ ڳوٺاڻي ڇوڪريءَ جو ڪردار ادا ڪيائين. پنهنجي مشهور ناول "دي گاڊ آف سمال ٿِنگس" لکڻ جي نتيجي ۾ مالي طور مستحڪم ٿيڻ تائين، هن مختلف ملازمتون ڪيون. سال 1994ع ۾ کيس ان وقت شهرت ملي، جڏهن هن ڦولن ديوي جي نالي سان ٺهيل فلم "بينڊٽ ڪُئين" تي تنقيد ڪئي، جيڪا شيکر ڪپور ٺاهي هئي. آگسٽ 2008ع ۾ "ٽائمس آف انڊيا" کي ڏنل هڪ انٽرويوءَ ۾ هن ڪشمير جي ڀارت کان آزاديءَ لاءِ وڪالت ڪئي. ارون ڌتي راءِ مدا پائڪر سان گڏ نرمادا ڊيم خلاف مهم به هلائي ۽ واضح ڪيو ته ان جي اڏاوت سان 5 لک ماڻهو بي گهر ٿي ويندا. هن افغانستان ۾ آمريڪي بمباريءَ کي برطانوي اخبار "گارجين" کي انٽرويو ڏيندي دهشتگردي ڪوٺيو. کيس 2006ع ۾ "ساهتيه اڪيڊمي اوارڊ" ڏنو ويو، جيڪو هن اهو چئي وٺڻ کان انڪار ڪيو ته حڪومت آمريڪي پاليسيءَ تي هلندي، صنعتي ورڪرن خلاف ظالماڻي پاليسين تي عمل ڪري رهي آهي. هوءَ گانڌيءَ جي "عدم تشدد" (اهنسا) (Non- Violence) واري خيال جي پوئلڳ آهي.



**اڙل منڇر واهه:** هن واهه جي گنجائش 4370 ڪيوسڪ آهي. اڙل دراصل منڇر ۽ سنڌوءَ کي ڳنڍيندڙ گاٽ آهي. هن جي وهڪري جو دارومدار سنڌوءَ ۽ منڇر ۾ پاڻيءَ جي سطح تي آهي. جڏهن درياهه ۾ 80 هزار ڪيوسڪ وهڪرو

هوندو آهي ته ايترو پاڻي اچي ويندو آهي. جو درياهه مان اڙل وسيلي پاڻي منڇر ۾ ايندو آهي. پر جيڪڏهن منڇر ۾ پاڻيءَ جي سطح وڌي وڃي ته منڇر مان اڙل وسيلي پاڻي درياهه ۾ به اماڻي سگهبو آهي. اڙل ندي، سنڌوءَ ۽ منڇر جيتري قديم آهي. لڳجي ويل اڙل کي 1959ع ۾ جي. ايم. کيزل (J.M.Casel) بيهر واهه جي صورت ۾ کوٽايو.

**اسان جو عشق اٽپورو** (ڪتاب): هي ڪتاب سعيد ميمڻ جي شاعريءَ جو مجموعو آهي. پنهنجي ٿهيءَ جو هي پختو شاعر ڪيترين نين تشبيهن ۽ استعارن جو خالق آهي. 129 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب ۾ سعيد ميمڻ جا بيت، هائڪا، غزل، نظم، پنجڪڙا ۽ ترائيل شامل آهن. ڪتاب جو مهاڳ نوجوان ناول نگار ۽ شاعر منير چانڊيي لکيو آهي. ڪتاب جي قيمت 150 رپيا آهي. جيڪو 'سليٽ' اشاعت گهر، دانش گاهه منصوريه ٽنڊي قيصر پاران 2010ع ۾ ڇپايو آهي.

**اسان زنده رهنداسين** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب فلسطين جي مشهور انقلابي عورت ليليٰ خالد جي آتم ڪهاڻي آهي. جنهن ۾ سندس جدوجهد ۽ ذاتي زندگيءَ جو احوال ڏنل آهي. سنڌيءَ ٻوليءَ جي ناماري ليکڪ زيب سنڌيءَ هن ڪتاب کي اردوءَ مان سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو. ڪرائون سائيز ۽ ڪچي جلد سان 240 صفحن واري هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1983ع ۾ ۽ ٻيو ڇاپو 1984ع ۾ سگنڊ پبليڪيشن، لاڙڪاڻي پاران ڇاپيو ويو. هن ڪتاب جي پهرين ڇاپي جي قيمت 20 رپيا ڄاڻايل آهي. روشني پبليڪيشن پاران هن ڪتاب جو ٽيون ڇاپو 1991ع ۾ ڪرائون سائيز ۾ ۽ چوٿون ڇاپو ڊيمي سائيز ۾ پڪي جلد سان 2008ع ۾ ڇاپايو ويو آهي. جنهن جا 144 صفحا آهن.

**استاد نصرت فتح علي خان**: قوالين کي هڪ جديد انداز سان عوام آڏو پيش ڪري ڏيهه توڙي پرڏيهه ۾ مڃتا ماڻيندڙ استاد نصرت فتح علي خان کي گلوڪاري ۽ موسيقيءَ جو فن ورثي ۾ مليو هو. هن 1948ع ۾ فيصل آباد شهر ۾ اک کولي.



سندس پيدائشي نالو محمد پرويز هو. پر هڪ بزرگ متس نصرت فتح علي خان نالو رکيو. هن جو والد فتح علي خان ۽ چاچو مبارڪ علي خان پنهنجي وقت جا مشهور قوال هئا. جڏهن ته مرحوم جي ڏاڏي اختر حسين به موسيقيءَ جي دنيا ۾ نالو ڪمايو هو. جنهن انداز ۾ هن نون سازن ۽ آوازن سان ڳايو، عوام سندس قوالي جو انداز ڏاڍو پسند ڪيو. نصرت جي گهر وارن جي خواهش هئي ته هو انجنيئر ٿئي يا ڊاڪٽر پر هي لڪي لڪي موسيقيءَ جي سکيا وٺندو هو. جڏهن سندس اهڙي خواهش جي ڄاڻ چاچي مبارڪ کي پئي ته سڀ ڪان اڳ ڪيس ڊولڪ وڄائڻ سيکاري، ۽ ان ڪانپوءِ ڪيس سنگيت جي دنيا ۾ آندائين. جڏهن هن "دم مست قلندر" ۽ "ڪنا سوڻا تينو رب ني بنايا" ڳايو ته ڪيس انهن ٻنهي قوالين شهرت جي بلندين تائين پهچائي ڇڏيو. هن کي قوال هجڻ تي وڏو فخر هوندو هو ۽ قوال جي حيثيت سان ئي پاڻ کي متعارف ڪرائيندو هو. 1990ع ۾ پهريون ڀيرو سندس آڊيو ڪيسٽون مارڪيٽ ۾ آيون. اورپ جي ملڪن ۾ هن جي فن جا ايترا ته قدردان نڪري آيا، جو هن کي واشنگٽن يونيورسٽيءَ ۾ رهڻ جي دعوت ڏني وئي ۽ اتي آمريڪين کي موسيقي سيکاريندو رهيو. اتان جا ڪيترا مرد توڙي عورتون هن کان موسيقي جي تربيت وٺندا رهيا. هو رومانوي غزل پڻ قوالي جي انداز ۾ ڳائيندو هو سندس ڳلي ۾ عجب تاثير هئي. سندس محفلن ۾ ڏيهي توڙي پرڏيهي ٻڌندڙ سندس سرن ۾ محو ٿي رقص ڪندا هئا.

مرحوم نصرت فتح علي کي بالي ووڊ فلم انڊسٽري وارن به موسيقيءَ جي دعوت ڏني. اتي هن جي ڏنل موسيقيءَ جو اهڙو ته اثر ٿيو جو اتان جي ڪيترين ئي فلمن ۾ هن موسيقي ترتيب ڏني. جن ۾ بينڊٽ ڪوئين، ڪارتوس، ڪچي ڌاڳي، اور پيار هوگيا فلمون شامل آهن. جڏهن ته پاڪستاني فلم "پل دو پل" به موسيقي ترتيب ڏنائين. ان ڪانسواءِ هن هڪ انگريزي فلم "لاسٽ ٽيمپٽيشن آف ڪرائسٽ" جو پلي بيڪ گرائونڊ ميوزڪ ڏئي پاڻ کي دنيا جو بهترين موسيقار طور مڃرايو. ان ڪانپوءِ هن آسڪر اوارڊ يافته فلم "ڊيڊ مين واڪنگ" ۽ "نيچرل بورن ڪلرز" جي پڻ موسيقي ڏني. هن جا 50 ڪان وڌيڪ البم مارڪيٽ ۾ آيا آهن. 1995ع ۾ جرمني جي هڪ تقريب ۾ هن کي "يونيسڪو اوارڊ" ڏنو ويو. جڏهن ته لنڊن ۾ بي بي سي پاران ڪيس لائيف ٽائيم اوارڊ ڏنو ويو. نصرت فتح علي خان لنڊن جي اسپتال ۾ 16 آگسٽ 1996ع تي شگر ۽ گُرڊن جي بيماري وگهي وفات ڪئي. اڄ هو نه آهي، پر سندس جديد انداز ۾ ڳايل قواليون هر هنڌ گونجي رهيون آهن.

**استالن** (1879ع-1953ع): استالن، 1924ع ۾ لينن جي موت ڪان پوءِ يو.ايس.ايس.آر ۽ ڪميونسٽ پارٽيءَ جو اهم اڳواڻ ٿي گذريو آهي. جيڪو 1953ع ۾ دماغ جي رڳ ڦاٽڻ سبب مري ويو. هو جارجيا جي گوري شهر ۾ ڄائو هو.



هن جو پيءُ ۽ ماءُ موچڪو ڪم ڪندا هئا ۽ طفلس جي هڪ ڪارخاني ۾ هئا. مذهبي پابنديءَ هن ۾ بغاوت جو جذبو پيدا ڪيو ۽ 1897ع ۾ هو هڪ درسگاهه Seminery ۾ مارڪسي ٽولي جو اڳواڻ ٿيو. هن جي باغي ڪارروائين سبب ڪيس درسگاهه مان نيڪالي ڏني وئي هئي. درسگاهه ڇڏي استالن طفلس جي رسدگاهه ۾ ڪلارڪ جي نوڪري ڪئي، جيتوڻيڪ هن جي مکيه دلچسپي روسي جمهوري مزدور پارٽيءَ ۾ هئي. هو انهيءَ اداري ۾ هڪ پيشه ور فسادي ثابت ٿيو ميڙ ڪٺا ڪري، طفلس ۽ باطوم ۾ هڙتالون ۽ مظاهرا ڪرايائين ۽ نيٺ پوليس جي وڪڙ ۾ آيو. هن کي باطوم ۾ گرفتار ڪري، قُطيسيءَ جي جيل ۾ هڪ سال لاءِ بند رکيائون. 1903ع ۾ هن کي سائبيريا بدر ڪيو ويو. جتي هن کي معلوم ٿيو ته پارٽيءَ ۾ منيشيوڪ ۽ بالشيوڪ وڙهي پيا هئا. هو بالشيويڪن جي ڌُر ٿيو،

1904ع ۾ هو جيل مان ڀڄي نڪتو ۽ ڪاڪيزيا ۾ پنهنجون زير زمين ڪارروايون شروع ڪيائين. 1905ع ۾ هو پهريون ڀيرو لينن سان فن لئنڊ ۾ هڪ ڪانفرنس ۾ مليو. 25 جون 1907ع تي اسٽالن هڪ اسٽيٽ بئنڪ جي گاڏي تي ڌاڙو هڻايو. 1908ع ۾ هن کي باڪوءَ ۾ گرفتار ڪيو ويو ۽ ڇهن مهينن لاءِ سزا ڏئي وولوگڊا ڏانهن نيڪالي ڏني وئي. هن جي پهرين زال ڪئٽرين. جنهن سان هن 1904ع ۾ شادي ڪئي هئي، سا 1907ع ۾ سلهه وگهي مري وئي ۽ ٻي زال ناديزدا، جنهن سان هن 1906ع ۾ شادي ڪئي، تنهن 1932ع ۾ خودڪشي ڪئي. 1902ع کان 1917ع تائين اسٽالن هڪ طوفاني دؤر مان گذريو. جنهن ۾ هو ڪيئي ڀيرا گرفتار ٿيو ۽ قيد ۾ وڌو ويو. جلاوطن ڪيو ويو ۽ ڪيئي ڀيرا اتان فرار ٿيو. ڪنهن ڪنهن وقت هو انقلابي ادب تي ليک به لکندو هو. 1917ع جي انقلاب کان پوءِ هو پيٽروگراڊ ۾ آيو ۽ ڪامينوف سان گڏجي. ”پراودا“ اخبار سنڀاليائين. جا پارٽي صحافت جو وڏو هٿيار ۽ ان جو سرڪاري آواز هئي. انهيءَ دؤر ۾ هن پنهنجو اصلي نالو زگاشولي مٽائي پاڻ تي ”اسٽالن“ نالو رکيو يعني ”رڪ جو ماڻهو“. مئي 1917ع ۾ اسٽالن پيپلز ڪميسارن جي ڪائونسل جو ميمبر مقرر ڪيو ويو ۽ 1922ع ۾ لينن هن کي پارٽيءَ جو جنرل سيڪريٽري بڻايو. خانه جنگي (1918ع کان 1920ع تائين) هلندي هن سرخ فوج لاءِ ڪاڌو ۽ رسد مهيا ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. هو خاص طور اسٽالن گراڊ ۾ (جا ان وقت زاريسٽن هئي) ڦڙت ۽ اثرائتو هو ۽ جڏهن ان تي ”سفيد فوج“ حملو ڪيو، ته هن شهر جي بچاءَ لاءِ ڪم ڪيو. انهيءَ ئي دؤر ۾ اسٽالن ۽ ٽراٽسڪيءَ ۾ جهيڙو شروع ٿيو. جيڪو ان وقت جنگجو ڪميسار هو. هن ٽراٽسڪيءَ جي اڪثر فرمانن کي مڃڻ کان انڪار ڪيو. جڏهن لينن 1924ع ۾ مري ويو ته هن زينوفيف ۽ ڪامينوف سان گڏجي ته مورتي ٺاهي ورتي ۽ ٽراٽسڪيءَ ۽ سندس پوئلڳن جي مخالفت ڪئي. پوين ڏينهن ۾ لينن ۽ اسٽالن جا تعلقات ڏاڍا ڪشيده ٿي ويا هئا ۽ لينن موت جي بستري تي پنهنجي زال کي وصيت لکرائي ڇڏي ته، ”اسٽالن کي يڪدم هٽايو وڃي. هو نهايت کهري طبيعت جو آهي ۽ اها ڳالهه ڪميونسٽن ۾ قابلِ برداشت نه آهي، خاص ڪري انهيءَ ماڻهوءَ وٽ، جو سيڪريٽري جنرل آهي.“ چيو وڃي ٿو ته اسٽالن، لينن جي بيوهه جي حمايت سان ، اها وصيت دٻائي ڇڏي. جيتوڻيڪ ڪجهه سالن کانپوءِ جڏهن هو چڱيءَ طرح پير کوڙي چڪو هو. هن انهيءَ وصيت جو ذڪر ڪيو. پوئين ويڙهه اسٽالن ۽ ٽراٽسڪيءَ ۾ تڏهن ٿي، جڏهن ٽراٽسڪيءَ انقلابيءَ کي 1927ع ۾ اسٽالن خلاف هنگامي ۾ بدلايو. جڏهن هو ان ۾ ڪامياب نه ٿيو تڏهن اسٽالن هن کي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ستر ميمبرن سان گڏ، پارٽيءَ مان ڪڍي ڇڏيو. جنوري 1928ع ۾ ٽراٽسڪيءَ کي جلاوطن ڪيو ويو. ان کانپوءِ اسٽالن پنهنجي صنعتي ترقيءَ ۽ مجموعيت (Collectivization) جو تصور ڏنو هن شايد ڀانيو ٿي ته ائين ڪرڻ سان، يو.ايس.ايس.آر جا اقتصادي بنياد مضبوط ٿيندا. پوءِ اسٽالن پنهنجا پراڻا ڪامريڊ، اليڪسي رڪوف، نڪولائي بخارن، گريگوري زينوفيف ۽ ليو ڪامينوف ۽ ٻيا ڪيترائي ٽراٽسڪيءَ جا ساٿي پارٽي بدر ڪيا ۽ ”ماسڪو جي ڪارروائين“ ۾ انهن کي موت جي سزا ڏني. 1939ع ۾ اسٽالن، هٽلر سان روس- جرمن پيڪٽ ڪري، دنيا کي ڇرڪائي وڌو. ان وقت اسٽالن ڏيکاريو ته جرمنيءَ سان ٺاهه، امن لاءِ هن جي استاديءَ جو وڏو ڪارنامو هو، پر هڪ مهيني کان پوءِ ڳالهه ظاهر ٿي پئي، جڏهن اسٽالن جي سرخ فوج پولينڊ جو اڌ والاري وئي. اسٽالن جا پول وڌيڪ پڌرا ٿي پيا، جڏهن نومبر 1939ع ۾ فنلينڊ تي سرخ فوج جو حملو ٿيو، ڇو ته فِنش قوم سرحد جي باري ۾ اسٽالن جون ڪجهه گهرون نه ٿي قبوليون. اِها نجي سامراجي والار هئي. 6 مئي 1941ع تي اسٽالن يوايس.ايس.آر جو سرڪاري طور سربراهه ۽ پيپلز ڪميسارن جي ڪائونسل جو چيئرمين ٿيو پوءِ ان کي وزيرن جي ڪائونسل چيو ويو. اها ڳالهه يوايس.ايس.آر تي جرمنيءَ جي حملي کان ڪجهه هفتا اڳ ٿي. ٻي جنگ عظيم ۾ اسٽالن جي رهنمائي ۽ فولادي ارادي ماسڪو ڏانهن اڳتي وڌندڙ نازي فوج جي خلاف دفاع ڪيو ۽ آخر کين شڪست ڏني. 6 مئي 1943ع تي هن کي فيلڊ مارشل جو خطاب مليو ۽ 27 جون 1945ع تي جنرليسيمو جو خطاب مليو. 1943ع ۾ هو صدر روزويلٽ ۽ وزيراعظم چرچل سان تهران ڪانفرنس ۾ ۽ 1945ع ۾ صدر ٽرومئن ۽ چرچل سان يالٽا گڏجاڻيءَ ۾ شريڪ ٿيو. ان کانپوءِ اسٽالن جي پراڻن اتحادين سان رَوش دشمنيءَ واري ٿي وئي. سوويت اڳرائي ۽ هَلان جيڪا برلن تي ٿي، اها رٽ ۽ راڄنيتي مَتي جو نتيجو هئي ۽ ان کانپوءِ ڏکڻ ڪوريا تي اتر ڪوريا جي حملہ آوري به ساڳي مصلحت هيٺ ڪئي وئي.

5 مارچ 1953ع تي اسٽالن جي حڪمرانيءَ جو اُٽيٽيهون سال پورو ٿيو، جڏهن هن جي دماغ جي رڳ ڦاٽي پئي ۽ موت هن جون اکيون هميشه لاءِ پوري ڇڏيون ۽ هن جيڪي پنهنجي دؤر ۾ ويهارو لک خون ڪيا هئا، اهي ڪيس ڦٻيا يا نه، اهو ته حساب منڪر نڪير جي وهي کاتي ۾ هوندو، پر پوءِ به هن کي ٿوري وقت لاءِ ڪريملين ۾ قبر نصيب ٿي. هن جي موت کان پوءِ فرسٽ سيڪريٽريءَ نڪيتا ڪروشنچوف هن جي شخصيت پرستيءَ جي پاڙ پٽي ڦٽي ڪئي ۽ 24 فيبروريءَ 1956ع تي هن انهيءَ ظالم آمر تي 1937ع ۾ مرڪزي ڪميٽيءَ جي 133 ميمبرن مان 70 جي قتل، ”پاڪ صاف ڪرڻ واري تحقيقات“ (Purge Trials) ذريعي خونِ ناحق، 1930ع واري زمين، مجموعيت واري ڪارروائيءَ ۾ هزارين قتل، ماسڪو جي گهيراءُ وقت ذاتي بزدليءَ جي مظاهري (جڏهن هو شهر ڇڏي هليو ويو هو) ۽ 1949ع ۾ مارشل ٽيٽو جي برگشتگيءَ ۽ بغاوت، انهن سڀني ڳالهين جا علي الاعلان الزام ڏنا. اسٽالن جي اِن بت شڪنيءَ يو.ايس.ايس.آر جا بنياد لوڏي وڌا. پولينڊ ۽ هنگريءَ جي رهواسين آڪٽوبر ۾ بلوو ڪيو. هنگريءَ ۾ اپار کي بي ترسيءَ سان ڪچليو ويو. 1961ع ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ويهين ڪانگريس حڪم ڪيو ته اسٽالن جي لاش کي ماسڪو ۾ لينن واري مقبري وٽان ڪڍايو وڃي. اسٽالن کي ٻه پٽ ۽ هڪ ڌيءَ هئي. هن جو وڏو پٽ ياڪوف جرمنيءَ جي قيد خاني ۾ مري ويو ۽ ننڍو پٽ 1962ع ۾ ڪار جي حادثي ۾ مري ويو. هن جي ڌيءَ سئوتَيلانا 1967ع ۾ يوايس فرار ٿي وئي، جتي هن جي آتم ڪهاڻي ڇپي. اسٽالن جي موت کانپوءِ 1991ع ۾ يو ايس. ايس. آر ٽٽي ۽ ان کي گورباچوف جي ”پريسٽرائڪا“ به بچائي نه سگهي.

**اسپين** (Spain): هن ملڪ جو سرڪاري نالو رينوڊي اسپانا (Kingdom of Spain) آهي، جنهن جو پراڻو نالو اندلس ۽ هسپانيه هو. قديم Hispania مان جديد اسپين ڪڍيو ويو آهي. اسپين جي معنيٰ آهي: ”سيهڙن/ سَهن جي ڌرتي“. هي ڏکڻ اولهه يورپ جو خوبصورت ملڪ آهي. هن جي اتر ۾ بسڪي نار (Gulf Biscay)، فرانس ۽ اينڊورا، اوير ۾ رومي سمند، ڏکڻ ۾

رومي سمنڊ ۽ ائٽلانٽڪ سمنڊ، اولهہ ۾ پرتگال ۽ ائٽلانٽڪ سمنڊ آهن. اسپين، ہيٹ نما آئبيريا جي هڪ وڏي حصي تي مشتمل آهي. جبل الطارق ساموندي گذرگاهہ هن کي مراڪش يعني آفريقا کان ڌار ڪري ٿي. اسپين جي ڪل پکيڙ 504750 چورس ڪلوميٽر (194833 چورس ميل) ۽ آبادي 4 ڪروڙ آهي. گاديءَ جو هنڌ ميڊرڊ (Madrid) ۽ سڀ کان مٿانهون هنڌ پيڪو ڊي ملهسن (بلندي 3482 ميٽر) آهي. هتان جي سرڪاري ٻولي اسپيني آهي، جڏهن تہ ڪيٽالن، گليشين، باسڪ ۽ اندلس پڻ ڳالهائجن ٿيون. اسپين جا وچيان علائقا گرمين ۾ گرم خشڪ ۽ سردين ۾ سرد خشڪ هوندا آهن. اتر الهندن علائقن ۾ مينهن پوندو آهي. اسپين جي مکيہ زرعي پيداوار ڪڻڪ، زيتون، پٽاٽا، انگور، ڪنوميوو، ليمون، ٻاجهون، مڪئي، ڪمند، ناسپاتي آهي، مکيہ صنعتن ۾ مشينري، لوهہ، ٽيڪسٽائيل، جوتا ٺاهڻ، گاڏيون، جهاز ٺاهڻ، سيمينٽ، ڪاغذ، شراب ماهيگيري ۽ سياحت آهي ۽ مکيہ معدنيات ۾ لوهہ، ڪوئلو زنڪ، پيٽروليم، ٽامو چاندي، لگنائيٽ ۽ يورينيم آهي.




اسپين جي هاڻوڪي علائقي ۾ هڪ لک سال اڳ بہ ماڻهو آباد هئا ۽ هيءَ علائقو سپيتائن جو ماڳ ليکبو هو. 5000 سال اڳ آئبيرين (Iberian) ماڻهن اسپين جي گهڻي حصي کي فتح ڪري ورتو. اهي ڪڙمي ۽ شڪاري ماڻهو هئا. ان کانپوءِ فونيشيا، ڪيلٽڪ ۽ يوناني ڪارٿيجن اسپين تي قبضو ڪيو. عظيم ڪارٿيجن جنرل هني بال اسپين کان رومين تي حملو ڪيو. رومين بيءَ يونيڪ ويڙهہ (218 کان 201 ق. م) ۾ هيني بال کي شڪست ڏني، اسپين تي قبضو ڪري مضبوط حڪومت قائم ڪئي. جرمانڪ جي هڪ قبيلي 1476ع ۾ رومي حڪمرانيءَ جو خاتمو آندو. 1808ع ۾ اسپين تي نپولين قبضو ڪيو. 25 اپريل س1898ع تي آمريڪا اسپين تي حملو ڪيو تہ جيئن ڪيوبا کي آزادي ڏيارجي، جنهن ۾ اسپين کي شڪست ٿي ۽ ڪيوبا آزاد ٿي ويو. ٻهرين عالمي ويڙهہ ۾ اسپين اڻڌريو رهيو. 1953ع ۾ جنرل فرانڪو آمريڪا کي اسپين ۾ فوجي اڏا قائم ڪرڻ اجازت ڏني. 26 فيبروري 1976ع تي اسپين، اسپيني صحرا تي پنهنجو اقتدار ختم ڪيو. جنوري 1980ع ۾ صوبي باسڪ (Basque) کي اندروني خودمختياري ڏني وئي، جتي عرصي کان علحدگيءَ جي تحريڪ هلي پئي. اسپين هڪ آئيني بادشاهت آهي، جتي پارلياماني طرز جي حڪومت بہ قائم آهي، بادشاهہ رياست جو مملڪتي اڳواڻ ۽ هٿياربند فوج جو ڪمانڊر ان چيف آهي.

**اسحاق انصاري:** ليکڪ ۽ مترجم ڊاڪٽر اسحاق انصاري 4 مارچ 1960ع تي انيس انصاريءَ جي گهر ۾، لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيو. پرائمري تعليم لاڙڪاڻي جي ٻي. سي اسڪول ۽ سيڪنڊري تعليم گورنمينٽ پائلٽ سيڪنڊري اسڪول مان حاصل



ڪيائين، تنهن کانپوءِ لاڙڪاڻي ڊگري ڪاليج مان بي. ايس. سي ڪري 1985ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ايم. ايس. سي (اسٽيٽڪس) فرسٽ پوزيشن حاصل ڪيائين. جنوري 1990ع ۾ ڪلچرل ايڪسچيج اسڪالرشپ تحت ان وقت جي چيڪو سلوواڪيا مان پي. ايچ. ڊي ڪرڻ ويو جتي هن پريان سلوواڪ ٻوليءَ ۾ ڊپلوما حاصل ڪيو. 1995ع ۾ هو پي. ايچ. ڊي ڪري واپس وطن وريو. شاهہ عبداللطيف يونيورسٽيءَ جي اسٽيٽڪس ڊپارٽمينٽ جو ايسوسيئيٽ پروفيسر رهي چڪو آهي ۽ ٽن ٽن سالن تائين ٻہ ڀيرا شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي جي سينيٽ جو چونڊيل ميمبر رهيو. هن وقت اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان ڪراچي ۾ ايڊيشنل ڊائريڪٽر آهي. هو شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور، سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو، فيڊرل اردو يونيورسٽي، زيبسٽ، بزينڪ ۽ سي. بي. ايم ادارن جو ريسرچ گائيڊ بہ آهي. اسحاق انصاري جي پهرين لکڻي گل ڦل ۾ 1973ع ۾ شايع ٿي. تنهن کان پوءِ هو مسلسل سنڌي رسالن ۽ اخبارن ۾ مضمون مقالا ۽ ڪهاڻيون لکندو رهيو آهي. سندس ڇپيل ڪتابن ۾: "خالي بينچ" (ناول 2000ع)، "پرين هُن پار" (سفرنامو: 2008ع) آهن. جڏهن تہ 2 ڪتاب اڻ ڇپيل اٿس. اسحاق انصاري ادب کان علاوه فوٽوگرافي، راندين ۽ سير سياحت ۾ دلچسپي رکي ٿو. هن وقت تائين هو 24 ملڪن جي سياحت ڪري چڪو آهي. مختلف بين الاقوامي سيمينارن، ورڪشاپن ۽ ڪانفرنسن ۾ پاڪستان جي نمائندگي پڻ ڪري چڪو آهي. سندس رهائش ڪراچيءَ ۾ آهي.

**اسحاق عليہ السلام:** اللّٰہ تعاليٰ جو پيغمبر هو ۽ حضرت ابراهيم عليہ السلام ۽ بيبي ساره جو فرزند هو. قرآن پاڪ ۾ سندس تمام گهڻو ذڪر آيل آهي، اهو ذڪر سورة البقره (127، 130، 134)، آل عمران (78)، النساء (161)، انعام (184)، هود (73)، يوف (6، 38)، ابراهيم (41)، مريم (50) انبياءِ (72)، عنڪبوت (26)، صافات (113) ۾ موجود آهي. بائيبل جي بيان موجب حضرت اسحاق عليہ السلام جي شادي حضرت ابراهيم جي ڀاءُ نحور جي پوٽي ربقہ سان ٿي هئي، جنهن مان کيس ٻہ فرزند عيس يا عيسو ۽ يعقوب ٿيا. حضرت اسحاق عليہ السلام تمام وڏي عمر ماڻي.

**اسحاق مگريو:** ناميارو صحافي اسحاق مگريو سانگهڙ ضلعي جي ڳوٺ گل حسن سريوال ۾ 6 جولاءِ 1955ع تي محمد صالح مگريي جي گهر



۾ پيدا ٿيو پرائمري تعليم ڳوٺ مان حاصل ڪري انٽر سانگهڙ ڊگري ڪاليج مان ڪيائين. بعد ۾ گريجوئيشن ڪيائين. هو حر جماعت سان واسطو رکندڙ آهي. اسحاق پنهنجي شاگرديءَ واري دور کان قومپرست تنظيمن ۾ ڪم ڪرڻ سان پنهنجي سياسي زندگي جي شروعات ڪئي. ان کان پوءِ ترقي

پسند سياست ۾ حصو ورتو ۽ هارين جي حقن واري جدوجهد ۾ به سرگرم رهيو. جنهن کانپوءِ صحافت ڏانهن سندس ڌيان ويو ۽ هن 1992ع کان 1995ع تائين "جاڳو" اخبار ۾ سانگهڙ جي عيوضيءَ طور ڪم ڪيو. ان کان پوءِ 1995ع کان 1999ع تائين روزاني سنڌ ۾ ۽ 1999ع کان 2004ع تائين ڪاوش ميڊيا نيٽ ورڪ ۾ ڪم ڪيو. 2004ع کان 2007ع تائين سنڌ ٽي وي تي ڊاڪيومينٽري سيڪشن جو ڊائريڪٽر رهيو. جڏهن ته 2007ع کان 2008ع دوران سنڌ ٽي وي تي اليڪشن سيل جي انچارج طور خدمتون انجام ڏيندو رهيو. اسحاق مگرئي روزاني عبرت ۽ افيئر ميگزين ۾ فري لانس ڪالم نگار ۽ فيچر رائيٽر طور به ڪم ڪيو آهي. هو انهن ٿورن سنڌي صحافين مان آهي جن تحقيقي صحافت جو رواج وڌو. هن ماحولياتي صحافت کي متعارف ڪرايو ۽ ڪيترين ئي عالمي پائي جون رپورٽون ۽ فيچر لکيا آهن. هو عالمي ماحولياتي تنظيمن آءِ يو سي اين، ڊبليو ڊبليو ايف ۽ يو اين ڊي پي جي ڪيترن ئي ماحولياتي سرگرمين ۾ حصو وٺندو رهيو آهي. اسحاق مگرئي حر تحريڪ، لوڪ ورثي جي موضوع، اينٽراپالاجي، جهنگلي جيوت، ثقافتي ميلن کان ويندي سنڌ جي اهم ڪردارن جي زندگيءَ ۽ تاريخ کي پنهنجي قلم وسيلي عام ماڻهن تائين پهچايو آهي.

**اسد قريشي**: مشهور اداڪار ۽ هدايتڪار اسد قريشي ولد الاهي بخش قريشي، پهرين مئي 1955ع تي شڪارپور ۾ جائو. انٽر تائين تعليم شڪارپور مان حاصل ڪيائين. 1976ع ڌاري سنڌ يونيورسٽيءَ مان اقتصاديات ۾ گريجوئيشن ڪيائين.



شوبز ۾ پنهنجي ڪيريئر جو آغاز 1968ع ڌاري سنڌي فلمن ۾ اسسٽنٽ ڊائريڪٽر طور ڪيو ان وچ ۾ تعليم به حاصل ڪندو رهيو. 1972ع کان پوءِ ڪيترائي سال فلم ڊائريڪشن جو باقاعدي ڪم ڪيائين. مشهور اداڪارن عبداللطيف 'ساقي' ۽ شهباز درانيءَ جي اتساهه ڏيارڻ تي هُو اداڪاريءَ طرف آيو. 1985ع ۾ پهرين فلم "حيدر خان" ۾ اداڪاري ڪيائين، پوءِ "نادر گوهر"، "جيئي لطيف"، "شهيد" وغيره ۾ بهترين اداڪاري ڪيس وڏي شهرت ڏني.

اسد قريشيءَ پي. ٽي. وي تان به ڪيترن ئي ڊرامن ۾ ڪم ڪيو، جن ۾ "ڏيڍ"، "ماروي"، "بدنصيب ٽري"، "سونيتي"، "باڪ"، "آڙاهه" ۽ ٻيا ڪيترائي ڊراما شامل آهن. هن محمد بخش سميجي، سلطانه صديقي ۽ سميع بلوچ جي ڊائريڪشن ۽ پيشڪش هيٺ پي. ٽي. وي تي ڪم ڪيو. هن اسٽيج ۽ ريڊيو تي به پرفارم ڪيو آهي. ويجهي ماضيءَ ۾ جڏهن سنڌي سيٽلائيٽ چينلن کي پذيرائي ملي ته اسد قريشي سنڌي ٽيلي فلم ناهڻ جو آغاز ڪيو. ڪيس سنڌي شوبز جي دنيا ۾ "باباءِ ٽيلي فلم" به چون ٿا. ٽيلي فلم "درياهه پار" جو ليکڪ، هدايتڪار ۽ هيرو پاڻ هو ان جي زبردست پذيرائي بعد هن "سنڌو ڪناري"، "هوشو"، "سنڌو بادشاهه"، "الله بادشاهه"، "غلام مصطفيٰ" ۽ ٻيون ڪيترئون ئي ٽيلي فلمون ناهي شهرت حاصل ڪئي. مختلف چينلن تي سندس مشهور ڊراما سيريل "پٿر دنيا"، "حوا"، "ڳاڙهي"، "زنجيرون"، گنگهار"، "پياسي ڌرتي" ۽ "وارث" وغيره شامل آهن. اسد قريشيءَ جي شادي 1991ع ۾ پنهنجي مائٽن ۾ ٿي، ڪيس ٽن ٻارن، فاطمه بتول، علي عباس ۽ زينب بتول جو اولاد آهي ۽ هينئر ڪراچيءَ ۾ رهائش پذير آهي.

**اسلم آزاد، ڊاڪٽر**: ناميارو سماجي، سياسي ورڪر، ليکڪ ۽ ڊاڪٽر اسلم آزاد 30 آگسٽ 1965ع تي جاتيءَ ۾ جنم ورتو. جاتيءَ مان ميٽرڪ پاس ڪري، سجاول جي ڪاليج مان انٽر ڪيائين. جنهن کان پوءِ



ايم.بي.بي.ايس جي ڊگري لياقت ميڊيڪل ڪاليج (هاڻوڪي يونيورسٽيءَ) مان حاصل ڪري، انٽي ئي هائوس جاب ڪرڻ لڳو. ادبي دنيا ۾ هن 1981ع کان سنڌي ادبي سنگت جي پليٽ فارم تان آغاز ڪيو. سنگت ڪائونسل جو ميمبر چونڊيو. ڪيس ادب کان سواءِ حالات حاضره سان گهڻي دلچسپي رهي ۽ صحافت ۾ به اڳيرو رهيو مختلف تنظيمن ۾ رهيو. شخصيتن کان انٽرويو ورتائين، ڪالم لکيائين. هن جامشوري مان پندرهن روزه اخبار "آواز" به جاري ڪئي هئي، جنهن جو پاڻ چيف ايڊيٽر هو. 1991ع ۾ هائوس جاب دوران هڪ فلاحي اداري جي مدد سان ڪنهن ڳوٺ ۾ طبي ڪئمپ لڳائڻ جي سلسلي ۾ ساٿين سان گڏ ويو، واپسيءَ ۾ ٺٽ خواجا کان سجاول ڏانهن ايندي ٽريفڪ حادثي ۾ سندس ڪرنگهي جي هڏي ٽٽي پئي، جنهن جو علاج هن ملڪ جي وڏين اسپتالن مان ڪرايو پر پوريءَ طرح ٺيڪ ٿي نه سگهيو آهي ۽ اڄ تائين وڏيءَ همت سان ان تڪليف سان منهن ڏيندو پيو اچي. مطالعي جو ذوق رکندڙ ڊاڪٽر اسلم آزاد هن وقت سجاول ۾ رهائش پذير آهي ۽ اتان جي سماجي، ادبي توڙي سياسي پروگرامن ۾ پاڻ کي وِيل چيئر تي به ڪٺائي شرڪت ڪندو رهي ٿو. ڪيس ڏسي انسان جي عظمت ۾ پڪو يقين ٿي وڃي ٿو.

**اسلم علوي "اسلم"**: محمد اسلم ولد عبدالڪريم علويءَ جو شمار شڪارپور جي مشهور شاعرن ۾ ٿئي ٿو. انگريزن جي دور ۾ جن باشعور انسانن سنڌ جي تعليم، ثقافت ۽ علم و ادب کي ترقي وٺرائڻ ۾ قابل قَدر ڪوششون ڪيون، انهن جفاڪش انسانن ۾ محمد اسلم علويءَ جو نالو به هميشه غير فاني رهندو. محمد اسلم علويءَ جي زندگيءَ جي سربرستي احوال لاءِ تذڪرا ۽ تاريخون خاموش آهن. جيڪڏهن ڪٿي ڪو ذڪر ملي به ٿو ته اهو زباني روايتن تحت قلمبند ٿيل آهي. اهڙي طرح سندس وفات جو سال 1909ع چيو وڃي ٿو. محترم ڊاڪٽر انور فگار هڪڙي ميونسپل شڪارپور جي رڪارڊ ۾ سندس جنم ۽ وفات جي سالن ۽ تاريخن جي تلاش ڪندي سال 1904 جي فوتي رجسٽر ۾ سندس وفات جي تاريخ 3 جنوري 1904ع ملي آهي، ان رجسٽر ۾ اهو به ڄاڻايل آهي ته وفات وقت سندس عمر 48 ورهيه هئي. ان حساب سان سندس جنم جو سال 1856ع بيهي ٿو. محمد اسلم علوي استاد پيشي سان وابسته رهيو. شڪارپور تعلقي جي ڪيترن اسڪولن ۾ فرائض سرانجام ڏنائين. بعد ۾ هيڊ ماستر مقرر ٿيو سن 1878ع ۾ بيچانجي جي پرائمري اسڪول ۾ هيڊ ماستر هو. سن 1890ع کان 1900ع تائين ڳڙهي ياسين جي پرائمري اسڪول ۾ هيڊ ماستر ٿي رهيو. ملازمت کان علاوه طب سان گهري لڳاءَ سبب شڪارپور جي مشهور قابل حڪيمن مان ليکيو ويندو هو.

ميان محمد اسلم علوي طب تي به ڪجهه ڪتاب لکيا، جن مان پهريون "تحفة العاشقين"جون 1893ع ۾ شڪارپور جي مشهور ڪتب فروش "پوڪرداس ٽانور داس" لاهور جي مفيد عام پريس مان ڇپائي پڌرو

ڪيو. هي ڪتاب 115 صفحن تي مشتمل ۽ ڊيمي سائيز ۾ شايع ٿيل آهي. جنهن جو سن 1904ع ۾ هيو ڇاپو ڇپائي پڌرو ڪيو ويو. سيپٽمبر 1893ع ۾ اسلم علويءَ جو هيو ڪتاب 'مخزن الادويات' پوڪرداس پاران اسلاميه پريس لاهور مان ڇپائي پڌرو ڪيو. هي ڪتاب 314 صفحن تي مشتمل آهي. سندس ٽيون ڪتاب 'قرابادين علوي' ساڳئي سال ۾ ساڳئي اداري پاران ڇپائي پڌرو ڪيو ويو. محمد اسلم علوي، جهڙو هوشيار حڪيم ۽ استاد هو، تهڙوئي چاتُو ۽ وڏو شاعر به هو. هن جو شمار پنهنجي دور ۾ سنڌ جي ناميارن عروضي شاعرن ۾ ٿئي ٿو. سندس ڪلام ان وقت ڪراچيءَ مان شايع ٿيندڙ هفتيوار اخبار 'سنڌ سڌار' ۾ ڇپبو هو.

**اسلم فرخي، ڊاڪٽر**: ناليواري اديب، شاعر، محقق، ٻولي ماهر، اسڪالر ۽ براڊ ڪاسٽر ڊاڪٽر اسلم فرخيءَ 23 آڪٽوبر 1923ع تي لکنؤ (هندستان) ۾ علمي ادبي خاندان ۾ جنم ورتو. سندس 'فرخي' لقب فرخ آباد شهر جي ڪري پيو. ورهاڱي کانپوءِ سندس خاندان پاڪستان لڏي آيو ۽ ڪراچيءَ ۾ رهائش اختيار ڪيائين.



ڊاڪٽر اسلم فرخيءَ جي هڪ وڏي سڃاڻپ ٻارڙن لاءِ لکڻ جي حوالي سان به آهي. هن ٻارن لاءِ تمام گهڻو ادب لکيو آهي. سنڌ مسلم ڪاليج ڪراچيءَ ۾ پڙهائڻ سان گڏ هو ڪراچي يونيورسٽيءَ جي اردو شعبي ۾ پروفيسر ۽ شعبي جو چيئرمين به رهي چڪو آهي. ان سان گڏ ڪراچي يونيورسٽيءَ جي رجسٽرار جون ذميواريون به نڀايون اٿائين. ڇهن سالن تائين ريڊيو پاڪستان سان به لاڳاپيل رهيو آهي.

سندس اهم ڪتابن ۾ (1) "محمد حسين آزاد حيات جو تصنيف"، (2) "گلدستہ احباب"، (3) "آنگن مين ستاري"، (4) خريد و خرد فريد"، (5) داستانِ نظام"، (6) "بچون ڪي سلطان جي"، (7) بچون ڪي رنگا رنگ امير خسروؒ" شامل آهن. سندس ايڊٽ ڪيل ڪتابن ۾ (1) "تذڪره گلشن هميشہ بهار"، (2) "چاند بيبي سلطانہ"، (3) قتيل و غالب" (ليکڪ: اسد علي انوري)، (4) "نارنگِ خيال" (ليکڪ: محمد حسين آزاد)، (5) "قصص هند" (ليکڪ: محمد حسين آزاد) ۽ ٻيا شامل آهن.

**اسماعيل عرساڻي**: تعليمي ماهر محمد اسماعيل ولد محمد هاشم عرساڻي، 17 سيپٽمبر 1906ع تي هالا نوان ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم پرائمري اسڪول هالا نوان مان حاصل ڪري 1924ع ۾ هيرانند اڪيڊمي حيدرآباد مان مئٽرڪ پاس ڪيائين. 1935ع ۾ ايڊيوڪيشنل سپروائيزر جي حيثيت ۾ ملازمت جو آغاز ڪيائين. ڪيس 6 فيبروري 1948ع تي پروموشن ڏئي ڊپٽي ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر آف اسڪولس، ٿرپارڪر مقرر ڪيو ويو. ان بعد لاڙڪاڻي، حيدرآباد، ٺٽي، سڪرنڊ ۾ مختلف عهدن تي رهي، 16 سيپٽمبر 1966ع تي ڊپٽي ڊائريڪٽر آف اسڪولس حيدرآباد ريجن جي عهدن تان رٽائر ڪيائين.

عرساڻي صاحب ڪيترائي ڪتاب لکيا، جن مان سندس لکيل ڊرامي "بدنصيب ٽري" کيس وڏي شهرت ملي. ان کانسواءِ "سکر سي ٿي ڏينهن"، (آتم ڪٿا)، "سير ريگستان" ۽ "نياريون وٽون" سندس بهترين تصنيفون آهن.

محمد اسماعيل عرساڻي پهرين نومبر 1986ع تي وفات ڪري ويو. سندس نالي تي انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ ۾، تحقيقي ڪتبخاني ۾ بوڪ ڪارنر، 27 مارچ 1980ع تي قائم ڪيو ويو. جنهن ۾ 260 سنڌي، 241 انگريزي ۽ 19 اردو، جملي 520 ڪتاب ۽ 21 سنڌي ۽ 10 اردو جملي 31 رسالا تحفي طور ڏنا ويا.

عرساڻي صاحب جي شخصيت هڪ ڊرامانگار، مضمون نويس، نصاب نويس ۽ تعليمي ماهر جي ٿي گذري آهي. سندس تحريري مواد ۾ تعليم، سنڌي ٻولي ۽ ادب بابت مواد موجود آهي.

**اسماعيل عليہ السلام**: حضرت اسماعيل اللّٰه پاڪ جو پيغمبر، حضرت ابراهيم عليہ السلام جو فرزند، اڪبر ۽ بنو قريش خاندان جو پڙ ڏاڏو هو. پاڻ 2248 ق. م ڌاري پيدا ٿيو. سندس لقب "ذبيح اللّٰه" هو. بائيبل جي بيان موجب پاڻ ان وقت پيدا ٿيو، جڏهن حضرت ابراهيم عليہ السلام جي عمر 86 ورهيه هئي ۽ ان ڪي عنعان ۾ پهچندي ٻارهن سال گذري ويا هئا. پاڻ 13 ورهين جو هو ته بيبي ساره کي حضرت اسحاق عليہ السلام پيدا ٿيو. حضرت ساره ۽ حضرت هاجره جي اختلافن جي ڪري حضرت ابراهيم بيبي هاجره ۽ حضرت اسماعيل کي وٺي اتي پهتو، جتي هن وقت مڪي جو شهر آهي. ان وقت حضرت اسماعيل اڃان کير پياڪ هو. جڏهن پنهنجي والده سان گڏ حضرت ابراهيم ڇڏي ويو. ذبح جو واقعو ان کان پوءِ جو آهي. پاڻ اڃا ننڍو ئي هو جو حضرت ابراهيم عليہ السلام کي فرزند جي قربانيءَ جو حڪم مليو. ان بعد حضرت اسماعيل کان راءِ پڇي وئي، پاڻ اللّٰه تعاليٰ جي رضامنديءَ جو احترام ڪندي، پنهنجي والد محترم کي چيائون ته ائين ئي ڪيو جيئن اللّٰه تعاليٰ جي رضا آهي. پوءِ حضرت ابراهيم اکيون ٻڌي حضرت اسماعيل کي ذبح پئي ڪيو ته اللّٰه تعاليٰ جي طرفان جبرئيل عليہ السّلام حضرت اسماعيل جي جاءِ تي گهيٽو پيش ڪيو ۽ اهو ذبح ٿيو. اللّٰه تعاليٰ کي سندس اها قرباني قبول پئي. انهيءَ ڪري ئي حضرت اسماعيل "ذبيح اللّٰه" جي لقب سان ياد ڪيو ويندو آهي. کين حضرت ابراهيم عليہ السّلام کانپوءِ نبوت ملي، 137 سالن جي عمر ۾ وفات ڪيائون. کين ٻارهن پٽ ۽ هڪ نياڻيءَ جو اولاد ٿيو. پاڻ واپار به ڪندو هو. کين پنهنجي والده ماجده جي مزار جي ويجهو دفن ڪيو ويو.

**اسماعيل ڪُر**: تعلقي ميرو خان جي هڪ ديهه جو نالو. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: ميرڻ ماڇي، خانڻ ماڇي، خيرو گاڏهي، ميول ٻانهون، پانڌي ڪوسو، سونو ماڇي، مريد ماڇي، جمال خان چانڊيو.

**اسماءُ اللّٰه الحسنيٰ**: ڪائنات جي خالق اللّٰه تعاليٰ جل جلاله جي صفاتي نالن کي اسماءُ اللّٰه الحسنيٰ چئجي ٿو. اللّٰه تعاليٰ تي ايمان جو مطلب اهو آهي ته مخلوق، خالق (اللّٰه) جي وجود، ان جي ربوبيت، الوهيت ۽ سندس سمورن صفاتي نالن تي ايمان آڻي ۽ ضروري آهي ته جنهن تي ايمان آڻي، ان جو علم به کيس هئڻ گهرجي. اسماءُ اللّٰه الحسنيٰ هن ريت آهن:

اللّٰه جل جلاله، الرحمٰن جل جلاله، الرحيم جل جلاله، الملڪ جل جلاله، القدوس جل جلاله، السلام جل جلاله، المومن جل جلاله، المهيمن جل جلاله، العزيز جل جلاله، الجبار جل جلاله، المتڪبر جل جلاله، الخالق جل جلاله، الباري جل جلاله، المصور جل جلاله، الغفار جل جلاله، القهار جل جلاله، الوهاب جل جلاله، الرزاق جل جلاله، الفتاح جل جلاله، العليم جل جلاله، القابض جل جلاله، الباسط جل جلاله، الخافض جل جلاله، الرافع جل جلاله، المعز جل جلاله، المذل جل جلاله، السميع جل جلاله، البصير جل جلاله، الحڪم جل جلاله، العدل جل جلاله، اللطيف جل جلاله، الخبير جل جلاله، الحليم جل جلاله، العظيم جل جلاله، الغفور جل جلاله، الشڪور جل جلاله، العليّ جل جلاله، الڪبير جل جلاله، الحفيظ جل جلاله، المقيت جل جلاله، الحسيب جل جلاله، الجليل جل جلاله

الڪريم ﷻ، الرقيب ﷻ، المجيب ﷻ، الواسع ﷻ، الحڪيم ﷻ، الودود ﷻ، المجيد ﷻ، الباعث ﷻ، الشهيد ﷻ، الحق ﷻ، الوڪيل ﷻ، القوي ﷻ، المتين ﷻ، الوليُ ﷻ، الحميد ﷻ، المحصي ﷻ، المبدي ﷻ، المعيد ﷻ، المحيي ﷻ، المميت ﷻ، الحَي ﷻ، القيوم ﷻ، الواجد ﷻ، الماجد ﷻ، الواحد ﷻ، الصَّمد ﷻ، القادر ﷻ، المقتدر ﷻ، المقدم ﷻ، المؤخر ﷻ، الاول ﷻ، الآخر ﷻ، الظاهر ﷻ، الباطن ﷻ، الوالي ﷻ، المتعالي ﷻ، البر ﷻ، التّواب ﷻ، المنتقم ﷻ، العفو ﷻ، الرؤف ﷻ، مالڪ الملڪ ﷻ، ذوالجلال وَالاڪرام ﷻ، المقسط ﷻ، الجامع ﷻ، الغني ﷻ، المغني ﷻ، المانع ﷻ، المعطيُ ﷻ، الضار ﷻ، النافع ﷻ، النور ﷻ، الهادي ﷻ، البديع ﷻ، الباقي ﷻ، الوارث ﷻ، الرشيد ﷻ، الصبور ﷻ.

’شرح اسماءُ الله الحسنيٰ‘ جي نالي سان هڪ ڪتاب پڻ پير سيد محمد راشد روضي ڌڻي (1171هه/ 1757ع- 1234هه/1818ع) تاليف ڪيو، جنهن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو فقير ابو اسحاق محمد اسماعيل سڪندري ڪيو آهي ۽ سڪندريہ پبليڪيشنز 2008ع ۾ ان کي ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**اسماءِ حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم:** حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم الله پاڪ جو آخري نبي آهي. سندن صفاتي نالن ۾ هينيان بابرڪت نالا اچي وڃن ٿا:

احمد ﷺ، حامد ﷺ، محمود ﷺ، اَحيد ﷺ، وحيد ﷺ، ماح ﷺ، حاشر ﷺ، عاقب ﷺ، طٰهٰ ﷺ، يٰسٓ ﷺ، طاهر ﷺ، مطهر ﷺ، طيب ﷺ، سيد ﷺ، رسول ﷺ، نبي ﷺ، رسول الرحمة ﷺ، قيم ﷺ، جامع ﷺ، مقتف ﷺ، مقفي ﷺ، رسول الملاحم ﷺ، رسول الراحة ﷺ، ڪامل ﷺ، اڪليل ﷺ، مدثر ﷺ، مزمل ﷺ، عبدالله ﷺ، حبيب الله ﷺ، صفي الله ﷺ، نجي الله ﷺ، ڪليم الله ﷺ، خاتم الانبياءِ ﷺ، خاتم الرسل ﷺ، مُحي ﷺ، مُنج ﷺ، مذڪر ﷺ، ناصر ﷺ، منصور ﷺ، نبي الرحمة ﷺ، نبي التوبة ﷺ، معلوم ﷺ، شهير ﷺ، شاهد ﷺ، شهيد ﷺ، مشهود ﷺ، بشير ﷺ، مبشر ﷺ، نذير ﷺ، منذر ﷺ، نور ﷺ، سراج ﷺ، مصباح ﷺ، هدي ﷺ، مهدي ﷺ، مُنير ﷺ، داعِ ﷺ، مدعو ﷺ، مجيب ﷺ، مُجاب ﷺ، حفي ﷺ، عفو ﷺ، ولي ﷺ، حق ﷺ، قوي ﷺ، امين ﷺ، مامون ﷺ، ڪريم ﷺ، مڪرم ﷺ، مڪين ﷺ، متين ﷺ، مبين ﷺ، مؤمل ﷺ، وصول ﷺ، ذوقوة ﷺ، ذوحرمة ﷺ، ذومڪانة ﷺ، ذوعز ﷺ، ذوفضل ﷺ، مُطاع ﷺ، مُطيع ﷺ، رحمة ﷺ، بُشريٰ ﷺ، غوث ﷺ، غيث ﷺ، غياث ﷺ، نعمت الله ﷺ، هدية الله ﷺ، عروة الوثقيٰ ﷺ، صراط المستقيم ﷺ، ذڪرالله ﷺ، سيف الله ﷺ، حزب الله ﷺ، النجم الثاقب ﷺ، مصطفيٰ ﷺ، مجتبيٰ ﷺ، منتقيٰ ﷺ، اُمي ﷺ، مختار ﷺ، اَجير ﷺ، جبار ﷺ، ابوالقاسم ﷺ، شفيع ﷺ، صالح ﷺ، مصلح ﷺ، مهيمن ﷺ، صادق ﷺ، مصدق ﷺ، صدق ﷺ، سيد المرسلين ﷺ، امام المتقين ﷺ، خليل الرحمان ﷺ، بَر ﷺ، مُبر ﷺ، وجيہ ﷺ، نصيح ﷺ، ناصح ﷺ، وڪيل ﷺ، متوڪل ﷺ، ڪفيل ﷺ، شفيق ﷺ، مقدس ﷺ، روح القدس ﷺ، روح الحق ﷺ، روح القسط ﷺ، ڪاف ﷺ، مڪتف ﷺ، مبلغ ﷺ، موصول ﷺ، سابق ﷺ، سائق ﷺ، هاد ﷺ، مقدم ﷺ، عزيز ﷺ، فاضل ﷺ، مفضل ﷺ، فاتح ﷺ، مفتاح ﷺ، مفتاح الرحمة ﷺ، مفتاح الجنة ﷺ، علم الايمان ﷺ، علم اليقين ﷺ، صاحب الخاتم ﷺ، صاحب العلامة ﷺ، صاحب البرهان ﷺ، صاحب البيان ﷺ، فصيح اللسان ﷺ، مطهر الجنان ﷺ، رؤف ﷺ، رحيم ﷺ، اذن خير ﷺ، صحيح الاسلام ﷺ، سيدالڪونين ﷺ، عين النعم ﷺ، سعدالله ﷺ، خطيب الامم ﷺ، سعد الخلق ﷺ، علم الهديٰ ﷺ، ڪاشف الڪرب ﷺ، رافع الرتب ﷺ، عزالعرب ﷺ، رحمت اللعالمين ﷺ.

**اسيموري:** هي ننڍين ڇوڪرين جو لوڪ- ناچ آهي. هن ۾ ٻہ ڇوڪريون هڪٻئي سان هٿ ملائي ٻانهون ڊگهيون ڪري گول ڦيرا پائينديون آهن ۽ هينيون لوڪ گيت بہ ڳائينديون آهن:

”ايسي ڏي مور ڏي، لال ڪٽوري ڏي،
بابل کي ڌن ڏي، گهرڙي ۾ اَن ڏي،
پينگهي ۾ پاءُ ڏي، ڏوليءَ ۾ ڀاڃائي ڏي“

هي ٽپڙيءَ جو شروعاتي دؤر آهي. هي اصل ۾ سنڌ جا لوڪ ناچ آهن. ورهاڱي بعد سنڌي هندن جي هندستان وڃڻ کان پوءِ، ڪن سنڌي بستين ۾ پهريان ٽي لوڪ ناچ ”ڇيڄ، جهمر، ٽپڙو“ اجا سوڌو موجود آهن. ڀهراڻي ڪڍڻ وقت خاص طور ڇيڄ ناچ ڪيو ويندو آهي. شادين ۾ ڇڄ جي اڳيان بہ اهو ناچ ٿيندو هلندو آهي جهمر ناچ هر سنڌي گهر ۾ خوشيءَ جي موقعي تي ٿيندو رهندو آهي. باقي ٽپڙو هوليءَ جي ڏينهن ۾ ئي ڪيو ويندو آهي.

**اشرف علي سمون:** ليکڪ ۽ محقق اشرف علي ولد حاجي عباس سمون، 5 جنوري 1971ع تي ڳوٺ ’پيلوڙي سما‘ تعلقي مٺي، ضلعي ٿرپارڪر ۾ پيدا ٿيو. پرائمري تعليم ڏيپلي مان ۽ مئٽرڪ جو امتحان هاءِ اسڪول جهڏي مان 1987ع ۾ پاس ڪيائين. انٽرميڊيٽ گورنمينٽ ڊگري ڪاليج مٺيءَ مان ۽ گريجوئيشن ڊگري ڪاليج ماتليءَ مان ڪيائين. اشرف علي سمي ائين ڪلاس کان لکڻ جي شروعات ڪئي. سندس ڇپيل ڪتابن ۾ (1) ”ٿر هڪ تشريحي ببليوگرافي“ (2004ع) (2) ”تاريخ سنڌ“ (مولانا عبدالحليم شرر: ترجمو)، 2007ع شامل آهن. هن وقت گورنمينٽ پرائمري اسڪول اسلام ڪوٽ ۾ پرائمري ماستر جي حيثيت سان ملازمت ڪري رهيو آهي. سندس ذاتي لائبريري ”شهيد مخدوم بلاول سمون لائبريريءَ“ ۾ پنج هزار کان وڌيڪ ڪتاب رکيل آهن. اشرف سمون ڪجهہ عرصي لاءِ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي بورڊ آف گورننس جو ميمبر بہ رهيو.

**اشرف منصور دائودپوٽو:** محمد اشرف دائودپوٽو تعلقي سيوهڻ جي تاريخي شهر ٿلٽيءَ ۾ 5 اپريل 1932 تي ڄائو. شمس العلماء ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽو سندس سوٽاٽي سوٽ ٿئي. پرائمري ۽ انگريزيءَ جا چار درجا ٿلٽيءَ ۾ پڙهي علامہ دائودپوٽي جي صلاح تي پنجون درجو انگريزيءَ جو نور محمد هاءِ اسڪول حيدرآباد ۽ اتان وجي 1948ع ۾ سندس مدرسي ڪراچي پڙهڻ لاءِ ويو. علامہ صاحب جيتوڻيڪ سندس

مالي مدد ڪرڻ چاهي پر مسڪينيءَ ايترو مجبور ڪيس جو تعليم اڌ ۾ ڇڏي ڳوٺ موٽي اچي پرائمري ماستر ٿيو. 1949ع ۾ فائينل ڏنائين. 56-1955 ۾ مٺياڻي ڪاليج مان ٽريننگ ورتائين. 1971ع ۾ بي ايڊ، 1973ع ۾ ايم اي پاس ڪيائين ۽ 1979ع ۾ ايم فل ڪيائين. سندس مقالي جو عنوان هو "دادو ضلعي جا غزل گو شاعر". علامه دائودپوٽي جي صحبت ۾ رهندي شاعري ۽ ادب جو چشڪو لڳس، اڳ ۾ به سندس خاندان ۾ يعقوب فقير، نظام فقير ۽ بچل فقير وقت جا سٺا شاعر ٿي گذريا هئا. ان لاءِ شاعري جڻ سندس ورثو هئي. ابتدا ۾ ڪافيون، ڪلام، بيت، ڏوهيڙا ۽ سه حرفيون لکيائين. 56-1955ع ڪان حافظ احسن چنا کان اصلاح ورتائين. 1969ع ۾ احمد مجتبيٰ، غالب ملڪاڻي سجاده نشين درگاهه ملڪاڻي شريف کان اصلاح ورتائين. 1971ع ۾ سندس ڪلام جو پهريون مجموعو "دار و رسن" ڇپيو. 1973ع ۾ "مشيڪ ختن"، 1985ع ۾ "نوادر الڪرامات" حضرت ملڪاڻي جي ڪرامتن تي ڪتاب ڇپايائين. ان کان سواءِ به ڪيترو ڪلام اڻ ڇپيل صورت ۾ موجود آهي. پاڻ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ٺلتي جو هيڊ ماستر ٿي رٽائر ٿيو. هن وقت ٺلتي ۾ رهي ٿو. سندس پٽ ڊاڪٽر اڪرم دائودپوٽو به شاعري ڪري ٿو.

**اشفاق احمد:** مشهور اردو اديب ۽ افسانه نگار اشفاق احمد، 22 آگسٽ 1925ع تي مڪتسر ضلعي فيروزپور ۾ پيدا ٿيو. سندس پيءُ جو نالو ڊاڪٽر محمد خان هو. ابتدائي تعليم حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ گورنمينٽ ڪاليج لاهور مان ايم. اي ڪيائين ۽ ديال سنگهه ڪاليج ۾ ليڪچرار مقرر ٿيو. ان ڪانپوءِ ٻن سالن تائين روم يونيورسٽيءِ ۾ اردو جو ليڪچرار مقرر ٿيو. جتي اطالوي زبان ۾ ڊپلوما حاصل ڪيائين. فرانسيسي زبان جو ڊپلوما گرينوبل يونيورسٽي فرانس مان حاصل ڪيائين ۽ نيويارڪ مان ريڊيائي نشريات جي تربيت حاصل ڪيائين. وطن واپس اچڻ ڪانپوءِ هن پنهنجو اشاعتي گهر "داستانِ سراءِ" جي نالي سان قائم ڪيو ۽ رسالو "داستان گو" جاري ڪيائين. 1958ع ۾ جڏهن مارشل لا دوران هڪ حڪم تحت پروگريسو پيپرز لميٽڊ کي سرڪاري تحويل ۾ ورتو ويو ته پاڻ هفتيوار "ليل و نهار" جو ايڊيٽر مقرر ٿيو هڪ سال تائين پنجاب يونيورسٽيءَ ۾ پنجابيءَ جو اعزازي ليڪچرر رهيو. ان ڪانسواءِ آرسي ڊي جي علائقائي ثقافتي انسٽيٽيوٽ ۾ ڇئن سالن تائين ڊائريڪٽر جي حيثيت سان فرائض سرانجام ڏيندو رهيو ۽ تقريباً ٽيهن سالن تائين اردو سائنس بورڊ جو ڊائريڪٽر رهڻ ڪانپوءِ رٽائر ٿيو.



اشفاق احمد کي تصوف سان تمام گهڻي رغبت هئي. ريڊيو نشريات مان "تلقين شاهه" هن جو سڀ کان مقبول فيچر هو پاڪستان ٽيليوزن لاءِ ڪيترائي ڊراما لکيا، ليڪن "ايڪ محبت سو افساني" تمام گهڻو مشهور ٿيو. جڏهن ته "من چلي کا سودا" ۽ افسانن ۾ "گڏريا" لافاني تخليقون اٿس. 1979ع ۾ کيس حسن ڪارڪردگيءَ جو صدارتي تمغو ڏنو ويو ۽ کيس 1997ع ۾ ستاره امتياز سان نوازيو ويو. اشفاق احمد نامور اديبه بانو قدسيه جو گهر وارو هو.

هن جون تصنيفون هي آهن: "سفر در سفر"، "گلدان"، "حسرت تعمير"، "جنگ بجنگ"، "صحائي افساني"، "ايڪ هي بولي"، "ايڪ محبت سو افساني"، "من چلي کا سودا"، "حيرت ڪده"، "شاهلہ ڪوٽ"، "سفر مينا"، "طلسم هوش افزاء"، "واع جنگ"، "گڏريا"، "اجلي پهول"، "تنگي پاؤن"، "طوطا ڪهاني"، "تاهلي ٿلي"، "اچي برج لهور دي"، "بابا صاحبا"، "کهتيا وٽيا" (پنجابي شاعري)، "اور ڊرامي"، "ڍهينگا مشتي"، "ذڪر شباب" ۽ ان کانسواءِ هن ريڊيو ۽ ٽي.وي تي ڪيترائي ڊراما ۽ افسانا پڻ نشر ٿيا. پاڪستان جي هن نامور شاعر، اديب، افسانه نگار، ماهرِ تعليم، صحافي، براڊ ڪاسٽر ۽ صوفي صفت ڏاهي، 7 سيپٽمبر 2004ع تي وفات ڪئي.

**اشفاق پرويز ڪياني، جنرل:** جنرل اشفاق پرويز ڪياني، اپريل 1952ع ۾ گوجر خان تعلقي ويجهو راولپنڊيءَ ۾ پيدا ٿيو. کيس پاڪستان آرميءَ ۾ 29 آگسٽ 1971ع تي ڪميشن ملي. هن بلوچ رجمينٽ، 12 اينفينٽري ڊويزن مري، ڊائريڪٽر جنرل ملٽري آپريشن ۾ ڪور ڪمانڊر راولپنڊيءَ طور پڻ ڪم ڪيو. هو ڊائريڪٽر جنرل آءِ.ايس.آءِ ۽ وائيس چيف آف آرمي اسٽاف به رهيو ۽ 1971ع واري پاڪ پارت جنگ ۾ وٽس ڪمانڊ به رهي. کيس هلال امتياز (ملٽري)، هلال امتياز (سويلين) ۽ نشان امتياز (ملٽري) جا ميڊل مليل آهن. جنرل اشفاق ڪياني شهيد بينظير ڀٽو جي پهرئين دور ۾ سندس ڊپٽي ملٽري سيڪريٽري طور ڪم ڪيو. کيس 2003ع ۾ ترقي ڏئي ليفٽيننٽ جنرل بڻائي کيس راولپنڊيءَ جو ڪور ڪمانڊر مقرر ڪيو ويو.



جنرل اشفاق ڪياني، 29 نومبر 2007ع تي، جنرل مشرف جي جاءِ تي، چيف آف آرمي اسٽاف بڻيو. جيئن ته هو ڏيهي ۽ پرڏيهي ميڊيا کي انٽرويو ڏيڻ کان لنوائيندو رهيو آهي، تنهنڪري "مائيٽي ماڻهوءَ" طور ڄاتو ويندو آهي. جڳ مشهور مخزن "ٽائيمس"، سال 2008ع ۾ "اڳواڻن ۽ انقلابين" جي فهرست ۾ کيس ويهين نمبر تي رکيو جڏهن ته سال 2009ع ۾ کيس ساڳي فهرست ۾ 17 نمبر تي رکيو ويو. "نيوز ويڪ" مخزن کيس دنيا جي انهن پهرين 50 ماڻهن جي فهرست ۾ رکيو جيڪي "گلوبل اِليٽ" (عالمي فضيلت وارا) ليکيا ويا. "نيو اسٽيٽسمن" کيس انهن پنجاهه ماڻهن ۾ شامل ڪيو، جيڪي باحيثيت آهن. جنوري 2008ع م جنرل اشفاق ڪياني ملٽري آفيسرن کي آرڊر ڪيو ته هو سياستدانن سان رابطو نه ڪن. 13 فيبروري 2008ع تي هن سيني سرڪاري سِول ڪاتن مان فوجين جي واپسيءَ جو اعلان ڪيو ۽ اهڙيءَ ريت هن جنرل مشرف دور جي پراڻين پاليسين جي مخالفت ڪئي. 7 مارچ 2008ع تي هن اعلان ڪيو ته پاڪستان جي هٿياربند فوج، چونڊيل حڪومت جي مڪمل حمايت ڪندي ۽ فوج کي سياست کان پري رکيو ويندو. هن پاڪستان ۾ ٿيندڙ دهشتگرديءَ کي ٻنجي ڏيڻ لاءِ اترين علائقن ۾ ٿيندڙ آپريشن ۾ پڻ بهترين حڪمت عملي جو مظاهرو ڪيو آهي.

**اصلاح:** هي اخبار 1936ع ۾ ڪراچي مان جاري ٿي، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي هي اخبار ڪڍي هئي، اخبار جو نائب ايڊيٽر شيخ عبدالله هو. هي ته روزه اخبار هئي، حڪيم انور، مولوي عبدالغفور سيائي ۽ حافظ خير محمد اوحدي به ڪجهه عرصي لاءِ هن اخبار جا ايڊيٽر ٿي رهيا، بعد ۾ هي اخبار پير الاهي بخش، حڪيم صاحب کان خريد ڪئي ۽ ٽه روزه بدران روزاني طور نڪرڻ لڳي، هي به هڪ اهم اخبار هئي، "الوحيد" جهڙي اخبار سان هن جا قلمي مقابلا ٿيندا هئا.

**اظهر ريلائي:** پير علي محمد ”اظهر“ ولد پير ڪريم ڏنو صديقي قريشي ريلائي درگاهه پير رڪيل ريلائي ضلعي دادو جو ويٺل هو. سندس ولادت 10 اپريل 1923ع تي ٿي. پاڻ ڏهن سالن تائين عربي، فارسي ۽ قرآن پاڪ جي تعليم حاصل ڪيائين. پرائمري تعليم لاءِ اسڪول ڪيٽي ۾ داخلا ورتائين. سال 1938 ۾ فائينل جو امتحان پاس ڪري 1939ع ۾ پرائمري استاد مقرر ٿيو. 1942ع ۾ ٽريننگ ڪاليج حيدرآباد ۾ مرحوم احمد خان ”آصف“ مصراڻي جي صحبت ۾ شاعري جو شوق پيدا ٿيس. شاعري جو استاد مرحوم جمع خان ”غريب“ هوس.



ڪيترائي مقالا، تاريخي تحقيقاتي ڪتاب ۽ دادو ضلعي جي جاگرافي لکيائين. پاڻ ”بزم طالب المولىٰ“ جو بنياد وجهندڙ هو. مخدوم طالب المولىٰ سان والهانه عقيدت رکندو هو. ڪيس قبله طالب المولىٰ وٽان سندس ادبي حسن ڪارڪردگيءَ سبب چانديءَ جو تمغو ۽ اعلىٰ ڪارڪردگي جو سرٽيفڪيٽ عطا ٿيو. پاڻ 15 مئي 1982ع تي رٽائر ڪيائين ۽ طويل بيماري بعد 21 فيبروري 1985ع تي وفات ڪيائين.

**اظهر سولنگي:** نالي واري اديب اظهر سولنگيءَ جو اصل نالو محمد عرس ولد محمد عمر سولنگي آهي. هن 13 جنوري 1942ع تي ڳوٺ ميوي خان، تعلقي ۽ ضلعي دادوءَ ۾ جنم ورتو. شروعاتي تعليم پنهنجي ڳوٺ مان ۽ ثانوي تعليم دادوءَ مان حاصل ڪيائين. مئٽرڪ پرمانند هرداس مل سيڪنڊري اسڪول دادوءَ مان ۽ انٽر ۽ بي.اي ڊگري ڪاليج دادوءَ مان پرائيويٽ پاس ڪيائين. بعد ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ”مسلم هسٽريءَ“ ۾ ماسٽرس ڪيائين. عملي زندگيءَ ۾ استادي پيشي سان وابسته رهيو، جتان 1993ع ۾ رٽائرڊ ڪيائين. 1967ع ڌاري علم ادب جي دنيا ۾ پير پاتائين ۽ ڪيترائي علمي ۽ تحقيقي مضمون، مقالا ۽ شعر مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپائيندو رهيو. سندس مضمونن، مقالن ۽ ڪالمن جو تعداد 250 ڪان مٿي آهي. انهيءَ مان گهڻا شايع ٿيل آهن ۽ باقي ڪجهه اڻڇپيل آهن. اظهر سولنگي جو ڪيترين ئي ادبي ۽ سماجي تنظيمن سان واسطو آهي. هي سنڌ ويلفيئر اينڊ ڪلچرل آرگنائيزيشن (سواڪا) دادو جو باني ۽ صدر به رهيو. هن کي ڪيترائي اوارڊ ملي چڪا آهن. ان ڪان سواءِ سگا، سنڌي ادبي سنگت ۽ ٻين تنظيمن سان لاڳاپيل آهي. اظهر سولنگيءَ دادوءَ جي ماضي ۽ حال جي سموري منظر نامي کي تفصيل سان تحقيق ڪري هڪ ڪتاب ترتيب ڏنو جنهن جو نالو ”دادو تعلقي جو ماضي ۽ حال“ آهي. اهو ڪتاب سرچٺهار پبليڪيشن، دادوءَ پاران 2006ع ۾ ڇپايو ويو. محمد عرس ”اظهر سولنگي“ هن وقت دادوءَ ۾ رهائش پذير آهي ۽ علم ادب جي خدمت ۾ مصروف آهي.



**اعجاز حسين چانڊيو، حڪيم:** مترجم ۽ مضمون نگار حڪيم اعجاز حسين چانڊيو 5 آگسٽ 1970ع تي حڪيم عبدالحميد خان چانڊئي جي گهر ۾ ماڏي (تعلقي ميهڙ، ضلعي دادوءَ) ۾ جنم ورتو. ايم. اي، F.T.J ۽ B.U.M.S جون ڊگريون ورتل اٿس. هي پيشي جي لحاظ ڪان حڪيم آهي. اعجاز حسين چانڊيو سٺو ليکڪ به آهي. سندس ڇپيل ڪتابن ۾: طب يوناني ۽ جديد ميڊيڪل سائنس (2003ع)، تحفا طبيبن جا (2005ع)، پامسٽريءَ جا راز (2005ع)، نهج البلاغہ (ترجمو 2006ع)، پهرا شناسي (2006ع)، بحر العميق (رسالو سيد چيزل شاهه صوفي القادري- ترتيب:2006ع)، ديوان دادن (ترتيب: 2006ع) شامل آهن. هو ماڏي شهر ضلعي دادو ۾ رهي ٿو.

**افضل سولنگي:** ناميارو شاعر افضل سولنگي ڳوٺ ڪرڙ خان سولنگي (حيدرآباد) ۾، پهرين ڊسمبر 1958ع تي محمد رمضان سولنگيءَ جي گهر ۾ پيدا ٿيو. پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪيائين. حيدرآباد مان 1974ع ۾ مئٽرڪ ڪيائين ۽ سچل سرمست آرٽس ڪاليج مان بي. اي ڪيائين. 1980ع ڪان شاعري شروع ڪيائين. جيڪا سنڌ جي ڪيترن ئي ناليوارن فنڪارن ڳائي، جن ۾ محمد يوسف، سرمد سنڌي، فوزيہ سومرو، جلال چانڊيو وغيره شامل آهن. جنهنڪري ڪيس وڏيڪ مقبوليت ملي.



سندس ڪيترائي گيت ۽ غزل سنڌي فلمن ۾ به ڳايا ويا آهن. شهيد ذوالفقار علي ڀٽي سان ڪيس گهڻي عقيدت رهي آهي. هن ڪيترائي گيت غزل شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي شخصيت، محترمہ شهيد بينظير ڀٽو ۽ پيپلز پارٽيءَ تي لکيا آهن. ڪيترين سماجي ۽ ادبي تنظيمن سان وابسته رهيو آهي، جن ۾ پيپلز ڪلچرل ونگ سنڌ اهم آهي. هي هر سال شهيد ذوالفقار علي ڀٽي ۽ شهيد محترمہ بينظير ڀٽي جي ورسين جي موقعي تي سنڌ ۽ پنجاب جي مشهور شاعرن سان گڏ خراج عقيدت پيش ڪندو آهي. سنڌ جو وزيراعلىٰ ۽ ٻيا پيپلز پارٽيءَ جا اڳواڻ هن کي خاص دعوت ڏئي گهرائيندا آهن. سندس شهيدن جي شان ۾ ڪئسٽون به جاري ٿيل آهن. سچل سرمست ڪامرس ڪاليج حيدرآباد ۾ سپرنٽينڊنٽ آهي ۽ پنهنجي ڳوٺ ۾ رهي ٿو.

**اقبال دل:** ناميارو صحافي ۽ ايڊيٽر اقبال دل پهرين سيپٽمبر 1942ع تي ڳوٺ سومار دل، تعلقي ساماري ۾ حاجي علي احمد ’مجذوب‘ جي گهر ۾ جائو. 1963ع ۾ گريجوئيشن ڪامرس ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪيائين. هن صحافت جي شروعات 1961ع ڪان روزاني ”خادم وطن“ سان ڪئي، جنهن ۾ سب ايڊيٽر ۽ رپورٽر طور ڪم ڪيائين. سندس 1973ع ڪان روزاني ”هلال پاڪستان“ سان وابستگي رهي ۽ هو 1988ع ڪان روزاني ”هلال پاڪستان“ اخبار جو ايڊيٽر رهيو آهي. سندس شام ملڪ جو سفرنامو ”شام ولايت ۾“ شايع ٿيل آهي. پاڻ هن وقت ڪراچيءَ ۾ رهي ٿو.



**اقبال ملاح:** اقبال ملاح سنڌ جو نامور صحافي آهي. هن جو پورو نالو محمد اقبال ملاح آهي. هن ميهڙ تعلقي جي ڳوٺ گهاڙي ۾ پهرين فيبروري 1970ع تي واحد بخش ملاح جي گهر ۾ جنم ورتو. هي ڳوٺ نامور سنڌي ليڪڪا بادام ناتوان ۽ مشهور سياستدان مير ٽيبي جو ڳوٺ آهي. اقبال ملاح، پرائمري



تعليم حيدرآباد تعلقي جي نوناري ڳوٺ ۾ مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ميهڙ، انٽر، گورنمينٽ ڪاليج خيرپور ناٿن شاهه ۽ ايم. اي (پوليٽيڪل سائنس) سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪئي. اقبال ملاح ساڻي ٻارڙا سنگت جي تنظيم ڪاريءَ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو. هن شاگرد تحريڪ ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ جي شاخ ڊي. ايس. ايف جي ميمبر جي حيثيت ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو. هي ڪميونسٽ پارٽي آف سنڌ جو ميمبر ۽ ڊي ايس ايف سنڌ جو سيڪريٽري جنرل رهي چڪو آهي. سياست دوران هن جو لاڙو صحافت ڏانهن رهيو. 1991ع کان هن روزاني ڪاوش اخبار کان عملي صحافتي زندگيءَ جي شروعات ڪئي، ان بعد ڪوشش، عبرت، جنگ ۽ ٻين اخبارن ۾ پڻ ڪم ڪيو. هي روزاني پاڪ ۽ روزاني دعا اخبارن جو ايڊيٽر رهي چڪو آهي. حيدرآباد پريس ڪلب جو صدر ۽ جنرل سيڪريٽري پڻ رهي چڪو آهي؛ هن پنهنجي هم خيال ساٿين سان گڏ پريس ڪلب حيدرآباد ۾ نين روايتن کي جنم ڏنو جن ۾ نامور ڪهاڻيڪار امر جليل سان رهاڻ ۽ ڪيس پريس ڪلب جو تاحيات ميمبر ڪرڻ ۽ ٻيون ڪيترين ادبي ۽ ثقافتي سرگرميون شامل آهن. ٻين ساٿين سان گڏجي اقبال ملاح هن وقت روزاني عوامي آواز ڪراچيءَ جو حيدرآباد بيورو جو انچارج آهي. هن سياست ۽ سماجي موضوعن تي مختلف اخبارن ۾ ڪافي مضمون، ڪالم، اسٽوريون ۽ فيچر لکيا آهن. سنڌ جي قومي مسئلن ۽ سياسي مسئلن تي هن جي قلم هميشه جرئت جو مظاهرو ڪيو آهي. حيدرآباد جي صحافتي زندگيءَ ۾ ڪيس سٺن صحافين ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو.

**اڪبر خميسو خان**: مشهور الغوزي نواز مرحوم خميسي خان جو فرزند اڪبر هن وقت سنڌ جو نامور الغوزي نواز مڃيو وڃي ٿو جنهن کي تازو هن سال صدارتي اوارڊ به مليو آهي. پاڻ ضلعي بدين جي ڳوٺ راجا موريءَ جو رهاڪو آهي. جتي الغوزي کي سندس خاندان ۾ سڀ کان پهرين سندس والد ۽ چاچي وڄائي سنڌ ۾ وڏو نالو ڪڍيو. اڪبر خميسي خان کي ريڊيي حيدرآباد تي محترم نصير مرزا آڊيشن وٺي متعارف ڪرايو ۽ هن جلد ئي سنڌ، پاڪستان ۽ دنيا ۾ فن جو مظاهرو ڪري شهرت ماڻي، الغوزي جي فن ڪيس دنيا جي ڪيترن ئي ملڪن جو سير به ڪرايو. سندس والد خميسو خان تمغهءِ حسن ڪارڪردگي ۽ ستاره امتياز جهڙا اوارڊ حاصل ڪيا هئا، سندس خواهش هئي ته سندس پٽ اڪبر پڻ پڙهڻ سان گڏ الغوزي جو فن به سکي.



8 مارچ 1983ع تي استاد خميسو خان پنهنجي هن لائق فرزند کي تربيت ڏيندي دل ٻيهي وڃڻ سبب وفات ڪري ويو اڪبر جي والد جي اها خواهش 1996ع ۾ ان وقت پوري ٿي، جڏهن پاڻ ريڊيو آڊيشن ڏيئي ڪامياب ٿيو. هن الغوزي وڄائڻ ۾ نت نوان تجربا ڪيا آهن ۽ سنڌي لوڪ ڌنن سان گڏوگڏ مختلف ملڪن جي لوڪ ڌن ڪانسواءِ ڪلاسيڪي راڳ راڳڻيون به وڄائي سگهندو آهي ۽ هن ڪيترن اهڙن سرن تي تجربي طور الغوزو وڄايو، جن تي ڪانئس اڳ ڪنهن به طبع آزمائي نه ڪئي هئي. سنڌي ڪلواڙي ۽ دادري تي سمورا الغوزي نواز ڌنون وڄائيندا آهن، پر هن روپڪ تال، چنچل تال، جهپ تال ۽ سُول فاخته (پنج ماترائون) تي لوڪ ڌنون وڄائڻ جا تجربا ڪيا آهن ۽ ان ڪانسواءِ الغوزي تي چيني، جرمن ۽ ٻين ملڪن جون لوڪ ڌنون وڄايون آهن. هن تازو ورلڊ صوفي فيسٽيول لاهور جي اوپن ٿيٽر ۾ فن جو مظاهرو ڪيو، ساڻس گڏ بنُبو فليوٽ ماسٽر اڪمل قادري، شهنائي نواز استاد علي نواز خان ۽ سِتار نواز شاهد حسين حيدرآباديءَ سنگت ڪئي، اتي هن الغوزي تي راڳ پيلو وڄائي ماڻهن کي جهومائي ڇڏيو. تازو هن صدارتي اوارڊ پڻ حاصل ڪيو آهي ۽ اميد ڪري سگهجي ٿي ته پنهنجي والد جيان سنڌ ۽ پاڪستان جو نالو وڌيڪ روشن ڪندو.

**اَڪ جون ڦلڙيون، پيچ پِني** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌ جي مهان شاعر شيخ اياز جي شاعريءَ جو مجموعو آهي، جنهن ۾ نثري نظم شامل آهن. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو، ساڳئي نالي سان 1965ع ڌاري شايع ٿيو هو، پر مارشل لا جي سختيءَ سبب پڌرو نه ٿي سگهيو، بعد ۾ شيخ اياز هن ڪتاب جا ڪجهه نظم، ٻين نثري ڪتابن ۾ به داخل ڪيا. هن ڪتاب جي اهميت محسوس ڪندي، ڏاهي اديب محمد ابراهيم جويي شيخ اياز فائونڊيشن حيدرآباد پاران ڊسمبر 2002ع ۾ ان کي شايع ڪرايو هن ڪتاب جو مهاڳ به محمد ابراهيم جويي لکيو آهي، ڪچي جلد جي 115 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 50 رپيا آهي.




**اَڪن نيرا ڦليا** (ڪتاب): هي سنڌ جي ناميار شاعر شيخ اياز جو شعري مجموعو آهي، جنهن ۾ بيت، نظم، گيت ۽ وايون شامل آهن. اياز جي هيءَ شاعري ٿرجي پسمنظر ۾ ڪيل آهي، ان ۾ نه رڳو ٿرجا اصطلاح، رسمون، تهذيب، تاريخ ۽ طبعي سونهن بيان ٿيل آهي. شيخ اياز هن ڪتاب جي ارپنا پنهنجي دوست ۽ محسن محمد ابراهيم جويي جي نالي ڪئي آهي. ڪتاب جو پهريون ڇاپو آڪٽوبر 1988ع ۾ نيو فيلڊس پبلڪيشن حيدرآباد شايع ڪيو ويو ڪتاب جي قيمت ڪچي جلد سان 30 رپيا ۽ پڪي جلد سان 50 رپيا آهي. ڪتاب 150 صفحن تي مشتمل آهي.




**اڪير**: اڪير هڪ خاص قسم جو لوڪ گيت آهي. جيڪو ٿرپارڪر خاص ڪري ڏيپلي ۽ ان جي آسپاس وارن علائقن ۾ رائج آهي. مضمون جي لحاظ کان هن گيت ۾ مائٽن جي محبت، اباڻي ڳوٺ جي اڪير جهڙا موضوع سمايل آهن. هن گيت ۾ ڏوراهين پنڌ تي پرڻائي ڏنل ڇوڪري مائٽن کي ياد ڪرڻ دوران ڪانگ کي مائٽن لاءِ نياپو ڏي ٿي. پري کان ڪنهن اوٺيءَ کي ايندو ڏسي ڪيس وڏو ڀاءُ ڀانئي ٿي ۽ سمجهي ٿي ته هو ڪيس وٺڻ لاءِ پيو اچي. گيت ۾ ان قسم جو پس منظر سمايل هوندو آهي. هن گيت جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

آيل! مانجهو مٿو گونٿيو ڇهنا!
[امڙ منهنجو مٿو ڳنڍيو]
لڪ تان چڙهتي مان جو ٻوڙي ڇهنا
[ايٽ تي چڙهندي نهاريم]
مهانجي موبي جهڙو نينا ئيٽ. گمانا
[جڻ ته وڏي ڀاءُ جهڙو ڪو اچي پيو]

**اڪيلائيءَ جو آسمان** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب نوجوان شاعر ايوب کوسي جو شعري مجموعو آهي. جنهن ۾ غزل ۽ نظم آهن. هن ڪتاب جو مهاڳ ناميارو اديب ۽ نقاد تاج جويي لکيو آهي، هو ايوب کوسي جي شاعريءَ بابت لکي ٿو. "ايوب کوسي وٽ احساساتي زبان ۽ پنهنجو نکور تاجي پيٽو آهي، جنهن ۾ نقل جو شائبو به موجود نه آهي. هن جو اندازِ بيان منفرد ۽ تخليقي آهي." گلشن پبليڪيشن پاران هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 2004ع ۽ ٻيو ڇاپو جولاءِ 2008ع ۾ شايع ڪيو ويو. پڪي جلد سان 168 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 150 روپيا آهي.




**اڪر ول**: هيءَ ول ٿرَ ۾ تمام عام جام نظر ايندي آهي، وسڪاري جي مند ۾ هيءَ ول هر ٻوٽي ٻوهه مرٽ وغيره تي ويڙهيل نظر ايندي. هيءَ ول خاص طور ٻوڙن ۽ ٻوٽن جي پير ۾ ايرندي آهي ۽ پوءِ انهن کي ويڙهجي ويندي آهي.

**اگر/ عود**: خوشبودار ڪاٺي، سوسن جي قسم جو هڪ تمام وڏو ٻوٽو. جنهن جا پنجاهه قسم آهن. هي ٻوٽو ڏکڻ آفريڪا ۾ ملي ٿو جتان هي سڄي دنيا ۾ برآمد ڪيو وڃي ٿو. برصغير ۾ هن کي "اگر" ۽ "عود" سڏيو وڃي ٿو. هيءَ ڪاٺي خوشبوءِ پيدا ڪرڻ لاءِ ساڙي ويندي آهي. قديم دنيا جي بادشاهن جي تاريخ مان خبر پوي ٿي ته سندن جي درٻارن ۽ محلن ۾ عود اگر ساڙڻ لاءِ هڪ خاص عملو هوندو هو. قديم يوناني ديوتائن جي پرستش وقت به هي ڪاٺي ساڙي ويندي هئي. جڏهن بني اسرائيل وارن يروشلم ۾ پنهنجي عبادتگاهه تعمير ڪئي، تڏهن ان جي صدر دروازي وٽ عود جي ڪاٺي ساڙيندا هئا. بائيبل جي "عهد عتيق" ۾ جابجا هن رسم جو ذڪر موجود آهي. هن کي "عود هندي" به چيو ويندو آهي. سنڌ ۾ به هن خوشبودار ڪاٺيءَ جو استعمال گهڻو ٿيندو هو. سنڌ جا حاڪم جڏهن پنهنجي درٻار ۾ ايندا هئا، تڏهن سندن اچڻ کان پهرين اگر جي ڪاٺي ساڙي ويندي هئي، ان کان سواءِ سنڌ ۽ هند ۾ هي خوشبودار ڪاٺي درگاهن، مسجدن، امام بارگاهن، مزارن، گهرن ۽ علم پاڪ تي پڻ وڏي عقيدتمندي سان ٻاريندا آهن. سنڌ جي جابلو علائقن ۾ اگر جا ننڍا ٻوٽا ٿيندا آهن. پر انهن ۾ ڪا خاص خوشبوءِ ڪا نه ٿئي. عود کي مختلف بيمارين جي علاج طور پڻ استعمال ڪيو وڃي ٿو.

**اڳتي تاڻ امنگ جي** (ڪتاب): هي ڪتاب مضمون ۽ خاڪن تي مشتمل آهي، ڪتاب جو مصنف، نامور شاعر ۽ ليکڪ راشد مورائي آهي، ڪتاب جو مهاڳ مشهور اديب ۽ تعليمي ماهر نذير قاضي لکيو آهي، جڏهن ته بيڪ ٽائيٽل تي مير محمد پيرزادي، عبدالحڪيم ارشد، تاج جويي، رڪيل مورائي، الهه بخش راٺوڙ ۽ محمد مريد لنڊ جا ويچار شامل آهن. پڪي جلد سان ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو، المهراڻ فائونڊيشن سانگهڙ پاران جنوري 2006ع ۾ شايع ٿيو. 184 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 130 روپيا آهي.




**اڳتي قدم پبلڪيشن شڪارپور**: اڳتي قدم پبلڪيشن جو بنياد سنڌ جي عظيم شاعر شيخ اياز آگسٽ 1947ع ۾ وڌو هو. هن پبليڪيشن پاران 'سوويت روس' نالي هڪ ڪتاب به شايع ڪرايو ويو هو ان ڪتاب کان سواءِ ماهوار 'اڳتي قدم' به شايع ڪيو ويندو هو جنهن جا فقط ٽي پرچا شايع ٿيا. شيخ عبدالرزاق 'راز' لکي ٿو ته 1947ع جي شروعات ۾ شيخ اياز شڪارپور مان 'اڳتي قدم' رسالو جاري ڪيو جنهن ۾ هن ظاهر ظهور مارڪسزم جي تائيد ڪئي ۽ گڏوگڏ جديد ادب کي سوشلزم جي اصولن تي پرکڻ جي ڪوشش ڪئي. محمد ابراهيم جويو لکي ٿو ته: رسالي 'اڳتي قدم' جنهن سنڌي ادب جي ترقي پسند لاڙن کي جاڳايو، گڏ ڪيو ۽ پاڻ پرو ڪيو. اياز هن رسالي جا فقط ٽي پرچا ڪڍيا، پر ان مختصر عرصي ۾ هن رسالي سنڌي ادب جي نڪ ۾ جا غلاميءَ جي ناڪيلي پيل هئي، اها لاهي ڦٽي ڪئي ۽ ان کي اڳتي وڌڻ لاءِ پنهنجو مقصد، پنهنجي راهه ۽ پنهنجو ارادو عطا ڪيو. 'اڳتي قدم' رسالي جي ٽنهي پرچن نهايت ئي معياري ادب ڇپيو. اڳتي قدم جي ٽنهي پرچن جي مواد کي 2000ع ۾ محمد ابراهيم جويي، پنهنجي پيش لفظ سان نئين سر ڪمپوز ڪرائي ڊيمي سائيز ۾ ڪتابي صورت ۾ شيخ اياز فائونڊيشن پاران ڇپائي پڌرو ڪيو. جنهن ۾ ڊاڪٽر انور فگار هڪڙي جو 'اڳتي قدم' بابت تفصيلي مضمون به شامل آهي.




**اگهي ڪير ڳوڙها** (ڪتاب): هي ڪتاب نئين ٽهيءَ جي شاعر اياز رضويءَ جي شاعريءَ جو مجموعو آهي. هِن ڪتاب ۾ صرف غزل شامل آهن. جيڪو اميشا پبليڪيشن نئين ڪوٽ پاران سال 2005ع ۾ شايع ٿيو.

هي ڪتاب پڪي جلد، ڊيمي سائيز ۽ 136 صفحن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جو مهاڳ نئين ٽهيءَ جي ناليواري شاعر ايوب کوسي لکيو آهي، جڏهن ته تاج بلوچ، وفا ناٿن شاهيءَ، سيد ماڪن شاهه رضويءَ، حنيف عاطر، امر ساهڙ ۽ نصير مرزا جا رايا به ڪتاب ۾ ڏنا ويا آهن.

**الامين**: هي اخبار حيدرآباد مان 1916ع مان رئيس غلام محمد ڀرڳڙي جاري ڪئي، اخبار 12 صفحن تي مشتمل هوندي هئي، جَنَ مان 10 صفحا سنڌي ۽ وچيان به صفحا انگريزيءَ ۾ هوندا هئا. ابتدا ۾ هن اخبار جو ايڊيٽر مرحوم محمد هاشم مخلص هو. جنهن کان پوءِ شيخ عبدالمجيد سنڌي ايڊيٽر ٿيو. هي هفتيوار اخبار هوندي هئي.

**البرٽ ڪامُو** (Albert Camus): البرٽ ڪامُو فرانس جو مشهور ناول نگار هو. جو الجزائر ۾ 1913ع ڌاري پيدا ٿيو. هن جا والدين هسپانوي هئا. سندس پرورش اتر آفريڪا ۾ ٿي ۽ هن ڪيئي ملازمتون ڪيون. تنهن کان پوءِ هو فرانس جي راڄڌانيءَ ۾ آيو ۽ صحافت جو پيشو اختيار ڪيائين. 1942ع ۾ هن "ڌاريو" (outsider) ناول لکي، شهرت حاصل ڪئي. هو جرمن والار خلاف مزاحمتي تحريڪ جو سرگرم ڪارڪن هو ۽ "لڙائي" اخبار (جا چوريءَ ڇپي نڪرندي هئي) جو ايڊيٽر هو. جنگ جي خاتمي کان اڳ ۾ هن هڪ ناٽڪ ڪَئلي گلا (رومن شهنشاهه) 1939ع ۾ لکيو ءِ جنگ دوران ناول 'اجنبي'، "ٻيروني ماڻهو" ۽



البيروني، ابو ريحان

ڪجھ دانشورانه مضمون "سسيفس جي ڏند ڪٿا" جي نالي سان لکيا. ان کان پوءِ هن سياست ترڪ ڪري ڇڏي ۽ سارو وقت صحافت کي ڏيڻ لڳو ۽ هن کي بين الاقوامي شهرت ناول "پليگ" ۽ ڪتاب "باغي"، "بغاوت، مزاحمت ۽ موت" ۽ دراما "قابوءَ سبب ملي. هن کي جنوري 1957ع ۾ کيس نوبل پرائيز به مليو. فرانس ۾ جيڪي وڏا اديب ٿيا آهن، تن ۾ آندري مالرو، (جيڪو ڊيگال جو ڪلچر منسٽر به هو ۽ جنهن اسپين جي جنگ آزادي ۾ هيمنگوي ۽ ٻين سان گڏ انٽرنيشنل برگيڊ ۾ حصو ورتو هو، وجوديت جي فلسفي تي ڪيترا ڪتاب لکندڙ ناول نويس سارتر، هن جي محبوبا سميون دي بيوار ۽ ڪامئو اچي وڃن ٿا. ڪامئو جو مشهور ناول "پليگ"فرانس جي باري ۾ هڪ تمثيل هئي. "سسيفس جي ڏند ڪٿا" واري مضمون ۾ ڪامو ڏيکاريو آهي ته هن ڪائنات ۾ خوشي تڏهن ممڪن ٿي سگهي ٿي، جڏهن انسان هڪ پيرو اهو مڃي ته زندگيءَ کي ڪي معنيٰ نه آهي سواءِ ان جي ، جا هو ان کي ڏئي ٿو. ڪامئو ڪنهن هنڌ سارتر جي وجوديت کي به مڃيندو نظر اچي ٿو. جيتوڻيڪ هن وجوديت تي تنقيد ڪندي لکيو هو ته "اها انهيءَ مابعدالطبيعياتي سمجهاڻيءَ جي جاءِ والاري ٿي، جيڪا هوءَ الٽ پلٽ ڪري چڪي آهي." ڪامو ۽ سارتر سياسي اختلاف به ڪافي رکندا هئا، جو ته ڪاموءَ هڪ مضمون ۾ لکيو ته: "سياسي ۽ سماجي ترقي ڏاڪي به ڏاڪي ٿيندي ۽ مڪمل انقلاب سان نه ٿيندي، جيئن سارتر ۽ مارڪسٽ چوندا هئا." ڪاموءَ جي ناولن ۾ انسان ذات ۾ اعتبار واضح آهي. ڪامئو 1960ع ۾ رستي تي ڪار جي حادثي ۾ مري ويو. هن جي ناول "Outsider" جو ترجمو نامور سنڌي اديب ولي رام ولڀ "ڌاريو" عنوان هيٺ ڪيو آهي، جيڪو روشني پبلڪيشن ڪنڊياري پاران ڇپجي چڪو آهي.

**البيروني، ابو ريحان**: سائنس جي دنيا ۾ ابو ريحان محمد بن احمد البيروني روسي ترڪستان جي مشهور شهر "خوارزم" جي هڪ ننڍڙي ڳوٺ "بيرون" ۾ تاريخ 366هه مطابق 976ع ۾ ڄائو. ان وقت خوارزم جي رياست تي سندس وڏن، احمد بن محمد بن عراق جي حڪمراني هئي. لفظ "ابو ريحان" جي لغوي معنيٰ آهي: "نازبوءِ جو ٻيءُ"



ابو ريحان جا وڏا بلڪل غريب ۽ مسڪين هئا. هي ننڍپڻ کان ئي نهايت ذهين هو. هي اهو دور هو، جڏهن خوارزم جي علمي ۽ تمدني ترقي عروج تي پهتل هئي ۽ هن علائقي جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ عالمن جو وڏو تعداد هر وقت درس و تدريس ۾ رڌل رهيو. ابو ريحان به پنهنجي زندگيءَ جو شروعاتي دور ڳوٺ ۾ ابو نصر منصور بن عليءَ جي صحبت ۾ گذاريو جنهن وٽان رياضي، مساحت ۽ هندسه (انگن) وغيره جي علمن ۾ ڪافي مهارت حاصل ڪيائين. اڪثر ڪري پنهنجن ڪلاسين کان فڪر ۽ فلسفي ۾ گوءِ کڻي ويندو هو.

البيروني جڏهن پاڻ پرو ٿيو ته دنيا جي سير و سياحت جو شوق جاڳيس، جنهن ڪري ديس ڇڏي پرديس ڏانهن پنڌ پيو. دنيا جو گهڻو حصو گهميو ۽ آخر هندستان پهتو. هندستان جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڦرندو رهيو. سنڌ ۽ پنجاب ۾ به ڪجھ وقت رهيو. بنارس ۾ مشهور ساڌن ۽ پنڊتن جي صحبت مليس. ڪائين سنسڪرت ۽ هندي زبانون سکيو ۽ قديم سنڌ جي حدن، مثلاً ملتان جي ايراضيءَ ۾ پهتو ۽ مقامي تهذيب، ويدانيت ۽ فلسفي جو ڳوڙهو اڀياس ڪيائين. ان کان سواءِ سرياني، عربي، فارسي ۽ يوناني زبان جي ڀلي ڀت جاڻ حاصل ڪيائين. هندستان جي سفر متعلق "ڪتاب الهند" نالي هڪ اهم ڪتاب لکيائين، جنهن ۾ هند ۽ سنڌ جي تهذيب ۽ تمدن بابت تفصيلي ۽ معلوماتي احوال ڏنائين. هن قديم سناتن ڌرم جي حوالي سان لکيو آهي ته: "هندو موحد آهن. هندو ڌرم جي بنيادي تعليم ۾ بت پرستيءَ جي سکيا ڪا نه ٿي ڏني وڃي. هندو سڌريل، ايماندار ۽ علم وارا آهن. جن جي فلسفي مان يونان، مصر ۽ عرب جي عالمن تمام گهرو اثر ورتو." اهڙيءَ طرح اڳتي هلي سنڌ جو ذڪر ڪندي لکيو اٿس: "هتي جي ٻولي بلڪل نرالي رنگ ۽ ڍنگ جي آهي." هن ڪتاب ۾ ان وقت سنڌ ۾ مروج ڏينهن، مهينن، پسار جي شين ۽ عام شين جا مشهور ۽ مروج نالا به ڏنا آهن. جيڪي خاص طرح سنڌي ٻوليءَ سان لاڳاپيل آهن. انهن مان سنڌي زبان جي قدامت ۽ لغوي وسعت جو بخوبي ڪاٿو لڳائي سگهجي ٿو. هن سنڌي رسم الخط ۽ سنڌي ڪئلينڊر جو به پنهنجي ڪتاب ۾ ذڪر ڪيو آهي. جيڪو مارچ مهيني ۾ شروع ٿئي ٿو.

ابو ريحان کي پنهنجي دور جي مشهور عالمن کان فيض حاصل ڪرڻ جو موقعو مليو. جنهنڪري مسلسل تعليم ۽ تحقيق هن کي ، هڪ ممتاز ۽ نامور حيثيت جو مالڪ بڻائي ڇڏيو. سندس لکيل ڪتابن جو ڳاڻيٽو 150 جي لڳ ڀڳ آهي ۽ انهن جي ضخامت ويهه هزار صفحن کان وڌيڪ آهي. رياضي، مناظر ارض، نجوم، هيئت، مناظر، ارض، جواهر شناسي (ڪيميا)، آثار قديمه، تاريخ ۽ تمدن، مذهب، قانون، جاگرافي ۽ فلسفو وغيره سندس پسنديده موضوع هئا. علمي اعتبار کان هندستان جا عالم کيس "وديا ساگر" (علم جو سمنڊ) سڏيندا هئا. سندس مشهور تصنيفن ۾: "الاثار الباقية" ۽ "قانون المسعودي" شمار ٿين ٿا.

البيرونيءَ جي رياضي، هيئت ۽ نجوم جي علمن ۾ گهري دلچسپي رهي. ساڳئي وقت سائنس جي ميدان ۾ سندس شمار عظيم مسلمان سائنسدانن ۾ ٿئي ٿو جن جي عظمت ۽ تدبر جو احاطو عالم انسانيت تائين پکڙيل آهي. اهو ئي سبب آهي جو سندس علمي ڪارناما رهنديءَ دنيا تائين قائم رهندا. سندس شخصيت پنهنجي جامعيت ۽ هر گيريءَ جي اعتبار کان افضل هئي. اسلام جو پوئلڳ ۽ مستقل ارادي رکڻ سبب پنهنجن ڪتابن ۾ ڪڏهن به هندو يا عيسائي مذهبن تي ڪنهن به قسم جي تنقيد نه ڪيائين.

علم هيئت جي باري ۾ کيس وڏي استادي مليل هئي. جنهنڪري صحيح جواب ٻڌائڻ ۾ دير نه ڪندو هو. انهيءَ لحاظ کان کيس "جادوگر" سڏيندا هئا. علم نجوم جي ڄاڻ بابت به سندس پيشنگويون بلڪل سچيون ثابت ٿيون. سلطان محمود غزنويءَ کي "نجوم" تي اعتبار نه هوندو هو، مگر ابو ريحان جي پيشنگوين کان سئو سيڪڙو متاثر ٿيو.

لاڳيتن سفرن جي مشڪلاتن، سندس ذهن ۽ خيالن کي ڪافي متاثر ڪيو. پاڻ سمورين تڪليفن کي درگذر ڪندو ۽ مصيبتون سهندو، ايران کان اچي نڪتو. ايران ۾ "ري" شهر ۾ ڪجھ عرصو رهي وري ڪنهن ٻيءَ منزل جو ڳولائو ٿيو.

جڏهن سلطان محمود جرجان فتح ڪيو، ته البيرونيءَ کي به ساڻ غزنيءَ پاڻ سان وٺي آيو ۽ پنهنجي خاص درٻارين ۾ رهايائينس. سندس

وفات (421هه/1030ع) بعد سندس پٽس شاهه مسعود غزنويءَ به البيروني جي ساڳي عزت ۽ احترام ڪندو آيو. اتي سندس واقفيت مامون رشيد ۽ بوعلي سينا سان به ٿي. جيڪي سندس علمي فضيلت سبب شاگرد بڻيا.

ابو ريحان، غزنيءَ ۾ رهندي ڪافي ڪتاب لکيا. آخرڪار مسلسل جستجو ڪان پوءِ، پنجهتر ورهين جي عمر ۾ تاريخ 3 رجب المرجب سن 440هه مطابق 12 ڊسمبر 1048ع تي غزنيءَ ۾ وفات ڪيائين.

**التتمش:** شمس الدين التتمش، البري قبيلي جي سردار ايلم خان جو پٽ هو. ننڍپڻ ۾ ئي ڀائرن جي حسد جو شڪار ٿيو ۽ غلام جي حيثيت ۾ وڪرو ٿي ويو. آخري دفعو وڪرو ٿي قطب الدين ايبڪ وٽ پهتو. سندس انتظامي صلاحيت جي ڪري ايبڪ هن کي برن، بدايون ۽ گواليار جو حاڪم مقرر ڪيو. پنجاب جي کوکرن جي خلاف ڪارڪردگيءَ ڏيکارڻ جي بدلي ۾ سندس غلامي ختم ٿي ۽ آزاد درجو حاصل ڪيائين ۽ چهل گاني جي امين جو سربراهه ٿيو. 1211ع ۾ دهليءَ تي حملو ڪيائين ۽ بادشاهه هئڻ جو اعلان ڪيائين. 1216ع ۾ ترائن واري هنڌ وٽ تاج الدين کي شڪست ڏنائين. 1226ع ۾ رنٿمبور جي رياست فتح ڪيائين. ان ڪان پوءِ اُڄ، گواليار ۽ بنون تي به حملو ڪيائين. دهليءَ واپس پهتو، جتي بيماريءَ جي حالت ۾ 633هه/1236ع ۾ وفات ڪيائين. هن دهليءَ ۾ مسجد قوت الاسلام ۽ قطب مينار ٺهرايو. التتمش جي وفات ڪانپوءِ سندس پٽ رڪن الدين فيروز شاهه کي تخت تي ويهاريو ويو. پر ان جي وقت ۾ ڪيترين ئي انتظامي خرابين پيدا ٿيون جنهن ڪري سندس حڪومت ناڪام ٿي، پوءِ سندس ڌيءَ رضيه سلطانه کي تخت تي ويهاريو ويو. جيڪا بهادر ۽ انتظامي معاملن کي سمجهندڙ هئي، ان کي تمام گهڻي عوامي موٽ ملي.

**التتمش جو مقبرو:** سلطان شمس الدين التتمش جو مقبرو قوت الاسلام مسجد جي پر ۾ دهليءَ ۾ آهي. ٻاهران سنگ خارا ۽ اندر سنگ سرخ ۽ ڪٿي ڪٿي سنگ مرمر لڳل آهي. ديوارن تي خطِ ڪوفي ۾ قرآن پاڪ جون آيتون لکيل آهن. هن تي عاليشان گنبذ به تعمير ٿيل هو. جيڪو سار سنڀار نه ٿيڻ ڪري ڊهي ويو آهي.

**الحاج سيد پير الهيار شاهه:** الحاج حافظ سيد پير الهيار شاهه هاشمي ولد سيد پير نور شاهه جي ولادت 9 ذوالحج 1303هه/ 8 سيپٽمبر 1886ع تي ٿي. گهر جي مذهبي ماحول جي ڪري ننڍپڻ ۾ ئي قرآن شريف ڪيس حفظ ڪرڻ جو شرف حاصل ٿيو. پير صاحب بردبار طبيعت جو مالڪ هو. حيثيت ۽ رتبي هئڻ جي باوجود ان وقت جي ٻين گهڻن پيرن وانگر سياسي رتبا ۽ رڪنيت حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نه ڪيائين. سندن لاڙو ثقافتي ڪمن ڏانهن گهڻو هو. هو سنڌ جي مختلف شهرن ۾ ٿيندڙ ميلن ۾ شريڪ ٿي پهلوانن ۽ راڳيندڙن جي همت افزائي ڪندو هو پير صاحب جي. ايم سيد سان گڏجي 1924ع مٽياري سادات جي تنظيم جو بنياد وڌو.

پير الهيار شاهه 13 فيبروري 1947ع تي وفات ڪئي. سندن عرس هر سال 21 ربيع الثاني تي ملهايو ويندو آهي.

**الحزب:** 1927ع کان 1928ع ڌاري هي اخبار سکر مان جاري ٿي، هي هفتيوار اخبار هئي هوندي هئي، مولانا دين محمد وفائي هن جو ايڊيٽر هوندو هو. اها اخبار پير حزب الله شاهه راشدي ۽ پير جيئل شاهه جي سرپرستي هيٺ نڪرندي هئي، هي اخبار ست مهينا هلڻ کان پوءِ بند ٿي وئي.

**الحق:** هيءَ اخبار 1895ع ۾ پهريائين حيدرآباد مان جاري ٿي، هن اخبار جي جاري ڪرڻ ۾ ڪراچي واري شيخ محمد سليمان ۽ ان وقت جي سکر جي ڊپٽي ڪليڪٽر سردار محمد هاشم مخلص ڪجهه وقت لاءِ هن اخبار جو ايڊيٽر ٿي رهيو. الحق جو پهريون ايڊيٽر مرحوم علي محمد دهلوي هو. بعد ۾ مرحوم محمد هاشم شيخ محمد سليمان جي وفات بعد سندس ننڍو ڀاءُ عبدالحڪيم شيخ اخبار جو ڪم ڪار سنڀاليندو رهيو. پر اخبار جو اهو اڳواٽو اوج ختم ٿي چڪو هو. صرف حڪومت جي تعريف سان ڀريل هوندي هئي ۽ اشتهارن جي آڌارن تي پئي هلندي هئي. 1901ع ۾ هن اخبار کي وڏي مقبوليت حاصل ٿي.

**الطاف قادري:** ناليواري ڪهاڻيڪار ۽ مترجم الطاف حسين ولد ميان غلام عباس قادري 1927ع ۾ ميان جي ڳڙهي پاڙي، لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيو. مئٽرڪ 1946ع ۾ علي ڳڙهه مان ڪيائين. جڏهن ته گريجويشن 1951ع ۾ ايس ايم آرٽس ڪاليج ڪراچيءَ مان ڪيائين. 1953ع ۾ سنڌ روينيو کاتي ۾ مختيارڪار ٿيو. هن مختلف عهدن تي ذميواريون نڀايون. سيڪريٽري سنڌ گورنمينٽ، ميمبر بورڊ آف روينيو اينڊ لينڊ يوٽلائيزيشن ڊپارٽمينٽ ۾ 1988ع تائين رهيو. سندس پهريون ڪهاڻين جو ڪتاب "مجموعه درد" جي نالي سان 1947ع ۾ ڇپيو. ساڳئي سال سندس ٻيو ڪهاڻين جو مجموعو "حسنِ خيال" جي نالي سان ڇپيو. هن 1953ع ۾ انگلينڊ جي مشهور مصنف ٿامس مور جي باتصوير مثنوي "لاله رخ" جو ترجمو ڪيو. هن ڪتاب جا هينئر تائين 3 ايڊيشن اچي چڪا آهن.

الطاف قادريءَ جي ڪهاڻين ۾ سندس دور جي حالتن، مختلف تحريڪن وغيره جي جهلڪ به نظر اچي ٿي. هو علمي ادبي گهراڻي سان واسطو رکي ٿو. سندس خاندان ۾ ٽي صاحب ديوان شاعر ٿي گذريا آهن. ناليواري ڪهاڻيڪار جناب اياز قادري جو تعلق به ساڳئي خاندان سان آهي.

**الهداد خان "صوفي" ، نواب:** نواب الهداد خان صوفي، فقير نواب ولي محمد خان لغاري جو ٽيون نمبر پٽ هو ۽ 1238هه/1823ع ۾ ڄائو. دستور موجب هن لاءِ فارسيءَ جي اعليٰ تعليم جو انتظام ڪيو ويو. هي اڃا نون سالن جو ننڍو ٻار هو ته سندس والد بزرگ نواب ولي محمد خان وفات ڪري ويو. هيءُ ننڍپڻ ۾ ئي مير نصير خان وٽ ملازم ٿيو. اعليٰ اخلاق ۽ ذهانت جي ڪري دربار ۾ ڏاڍو مقبول ٿيو. سنڌ تي انگريزن جي قبضي ڪانپوءِ 1847ع ۾ انگريز حڪومت ۾ سيوهڻ جو مختيار ڪار مقرر ٿي رهيو ۽ ان ڪان پوءِ ڪوٽ لاشاريءَ ۾ دائمي سڪونت اختيار ڪيائين ۽ اتي ئي 18 محرم 1300هه/1882ع تي وفات ڪيائين. اتي ئي دفن ڪيو ويو. سندس اولاد به هميشه لاءِ ڪوٽ لاشاريءَ ۾ ئي سڪونت اختيار ڪيائين. نواب الهداد خان هڪ ديندار، صلح پسند ۽ صوفي منش بزرگ هو. شاهه شهيد جي درگاهه جو عقيدتمند هو ۽ جهوڪ شريف جا ڪيئي پنڌ ڪيائين ۽ هيءُ پنهنجي پيءُ وانگر وقت جو سٺو اديب ۽ صاحب ديوان شاعر هو. "صوفي" تخلص اختيار ڪيائين. سندس ڪلام سنڌي، سرائڪي، فارسي ۽ اردوءَ ۾ موجود آهي. فارسيءَ ۾ "ديوان صوفي" ته هن ويهن سالن جي عمر ڪان به پهرين منظوم ڪيو هو سندس ڪلام گهڻو ڪري علمِ عروض تي ٻڌل آهي. ڪلام جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته ڪيس علم عروض تي دسترس حاصل هئي، سنڌي ۽ سرائيڪيءَ ڪانسواءِ فارسيءَ جو بلند پايه شاعر هو. زبانداني ۽ محاورن جي جڙاءَ سان مجازي عشق جي رعنايئن کي حقيقي رنگ ۾ پيش ڪري، هڪ سٺي شاعر هجڻ جو ثبوت ڏنو. سندس شاعريءَ ۾ تصوف، وحدت، عشق ۽ محبت جون حقيقتون بيان ٿيل آهن.

**الھداد راھو:** الھداد ولد علي حيدر راھو 1984ع ۾ ڳوٺ پھلوان عارف راھو ضلعي نواب شاھ ۾ جنم ورتو. سندس تعليم مئٽرڪ آھي. ملھ پھلواني کيس ورثي ۾ نصيب ٿي. ھن 2001/2000 کان ملھ جي شروعات ڪئي. الھداد راھو پنھنجي پھلوانيءَ جا جوھر ڏيکاري 15 کن ننڍا وڏا انعام کٽي چڪو آھي. تازو 11 مارچ 2010ع تي اڳوڻي روسي رياست ڪرغستان جي شھر بشڪڪ ۾ 17 ملڪن جي 147 ملھ پھلوانن جي مقابلي ۾ ٽيون پوزيشن کٽي گولڊ ميڊل کٽي ورتو. گولڊ ميڊل کٽڻ جي خوشيءَ ۾ سنڌ ماڻڪ



موتي تنظيم ۽ سنڌي ٻوليءَ اٿارٽيءَ اداري پاران کيس 16 اپريل 2010ع تي آجياڻو ڏئي پڳ ٻڌرائي ويئي. پڳ جو ٻيو ور سنڌ جي وڏي عالم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڏنو. جڏھن ته ملھ ايسوسيئيشن سنڌ جي صدر غلام سرور جتوئي پڳ جو ٽيو ور ڏنو. ان ڪانسواءِ سندس والد استاد ۽ سنڌ مان ڪھي آيل نامور ملھن کيس جس ڏيندي پڳ جا ور ڏنا. ھن جي ٻن ساٿين پرويز اعوان (لاڙڪاڻو) ۽ مختيار عالماڻي (نوشھروفيروز) پڻ ڪرغستان ۾ ٻي پوزيشن حاصل ڪئي ھئي. جن کي به ان موقعي تي اجرڪ پارائي سندن عزت افزائي ڪئي وئي.

**الھندو نارو واھ** (Wetern Nara Canal): الھندو نارو واھ لاڙڪاڻي شھر کان اوپر طرف عاقل ڳوٺ کان سنڌو نديءَ مان نڪرندو ھو. ھيءُ واھ به سنڌو نديءَ جو ھڪ ڦاٽ (Inundation Canal) ھو. ھن الھندي ناري واھ کي تمام گھڻا ور وڪڙ ھائي، وڏو ويڪرو ۽ اونھو واھ ھو. الھندو نارو درياھ مان نڪري باقراڻي، ڏوڪري، ٽانڊي، سيھڙ شھر، راڌڻ وليج، ٽرڙي جادو شھيد ۽ جوھيءَ کان پوءِ وڃي منڇر ڍنڍ ۾ چوڙ ڪندو ھو. ھيءُ واھ ان وقت لاڙڪاڻي ضلعي مان وھندو ھو. سيوھڻ تائين لاڙڪاڻو ضلعو ھو. ھيءُ الھندو نارو واھ وڏو ويڪرو اونھو واھ ھو. جنھنڪري ھن تي به ٻيڙين رستي آمدو رفت ٿيندي ھئي. واپاري سکر يا لاڙڪاڻي کان پنھنجو مال ٻيڙين رستي شھرن ڏانھن کٽي ويندا ھئا. ھن واھ تي وڏيون موريون ونگن سان ٺھيل ھيون. اڄ به ھڪ اھڙي موري باقراڻي شھر پرسان بيٺي آھي. الھندي ناري واھ مان ٻيا وڏا واھ به نڪرندا ھئا:

1. **گھنور واھ:** گھنور واھ باقراڻي شھر کان نڪري باقراڻي ريلوي اسٽيشن کان پوءِ رشيد وڳڻ ڳوٺ کان گوگھاري شھروٽ وڃي ختم ٿيندو ھو. ھيءُ واھ ڏوڪري تعلقي، جنھن کي ان وقت لب درياھ تعلقو به سڏيندا ھئا ۽ قنبر جي زمينن کي آباد ڪندو ھو. انھن ڏينھن ۾ خاص ڪري گوھاري جا سگڏاسي چانور مشھور ھوندا ھئا. گھنور واھ مان وري ٻيا به ننڍا ننڍا واھ نڪرندا ھئا. جيڪي آبادگار پنھنجي زمينن جي سھوليت سان وھائيندا ھئا. انھن واھن جي کوٽائي تمام وڏي ھئي ۽ ويڪرا ھوندا ھئا.

2. **موندر واھ:** ھي واھ الھندي ناري مان ڏوڪري شھر پرسان نڪرندو ھو ۽ نصير آباد جي شھر پرسان وڃي ختم ٿيندو ھو ھن جي ڊيگھ اٽڪل 12 ميل ھئي. ھن مان ٻيا به ننڍا ننڍا واھ نڪرندا ھئا. لاڙڪاڻي ضلعي جي ڏوڪري ۽ وارھ تعلقي جي زمينن کي آباد ڪندو ھو

3. **ڏامراھو واھ:** ھيءُ واھ الھندي ناري واھ مان ٽانڊي ڳوٺ کان نڪري اولھ طرف ويندو ھو. ھيءُ ڏامراھو واھ به وڏو واھ ھو. ھن جي ڊيگھ اٽڪل 30-35 ميل ھئي. ھيءُ واھ ڳوٺ دائود ڪانڊڙا، آڏي جاگير، ڪڌري، ڳاڙھي، فريد آباد کان ٿيندو وڃي ماڏي ڳوٺ تعلقي خيرپور ناٿن شاھ وٽ ختم ٿيندو ھو. ان وقت خيرپور ناٿن شاھ کي ڪڪڙ تعلقو سڏيندا ھئا. ڏامراھي واھ مان ٻيا به ننڍا واھ نڪرندا ھئا، جيڪي ڏوڪري تعلقي ۽ وارھ تعلقي جي زمينن کي آباد ڪندا ھئا. الھندي ناري جون زمينون زرخيز ھيون. جنھنڪري ھتي انبن جا وڏا وڏا باغ خاص ڪري، ڏوڪري تعلقي ۾. الھندي ناري تي نار به رکيل ھئا. جن تي ماڻھو ٿوري ٿوري آبادي ڪندا ھئا. خاص ڪري جوئر جو فصل نارن تي ٿيندو ھو 1932ع کان پوءِ جيئن سکر بئراج مان نوان وڏا واھ نڪتا ته ھن الھندي ناري جو وجود ختم ٿي ويو. ھن جي جاءِ تي دادو ڪئنال ۽ رائيس ڪئنال واھ نڪتا، جنھنڪري ھيءُ واھ ختم ٿي ويو. الھندي ناري جي ڪن حصن مان ھن وقت به دادو ڪئنال نڪتل آھي. ھاڻي الھندي ناري واھ جو سنڌو درياھ مان موج سان وھڻ پورو ٿي ويو. ھن وقت به ڪٿي ڪٿي ھن جا پراڻا نشان اڃا باقي آھن.

**الھورايو نظاماڻي:** 149 ورھين جو سگھڙ قاضي الھورايو نظاماڻي 27 سيپٽمبر 1857ع تي ڄائو. ھن جي پيدائش جي تاريخ ڪنھن ڊائري يا رجسٽر بدران سندس گھر آڏو بيٺل ڪجيءَ جي ڦرھي تي فارسيءَ ۾ لکيل آھي، ڇاڪاڻ ته سندس پيدائش وقت سنڌي رسم الخط جو اڃا رواج نه ھو. بدين ضلعي جي ھڪ ڳوٺ مير محمد نظاماڻي عرف قاضيءَ جو ڳوٺ ۾ رھندڙ، ڏيڍ صديءَ جيتري ڄمار حاصل ڪندڙ سنڌ جي ھن مشھور سگھڙ کي، سنڌي، عربي، فارسي، ھندي، سرائڪي ۽ براھوي ٻولين تي مھارت



حاصل ھئي. انھن مڙني ٻولين ۾ ڳجھارتون، پرولیون، گرچيلو، ڏٺ، بيت، سينگار، ڏور، ۽ دوھا پڻ لکيا اٿائين. جڏھن ته عشق، عقل ۽ بخت بابت مشھور/ڪلاسيڪل قصن کي پنھنجي شاعريءَ ۾ ڍاڍي سٺي نموني پيش ڪيو آھي، ھونئن ته سندس شاعريءَ جا ڪيترائي رسالا موجود آھن، پر انھن مان سندس ھڪ ڪتاب 'سالڪ جي سمجھ' سڄي سنڌ ۾ مشھور آھي. ھن کي گھر ۾ سندس پيءُ صرف فارسي پڙھائي. باقي ٻيون ٻوليون مختلف مدرسن مان سکيو. جڏھن ته مختلف مدرسن ۾ عربي ۽ فارسيءَ جو استاد پڻ رھي چڪو آھي. حمل فقير، سانوڻ فقير، سمن سرڪار ۽ سيد ميران محمد شاھ اول ھن جا گھاٽا دوست ھوندا ھئا. جنھن مان سانوڻ فقير سان ھن جي تمام گھڻي ويجھڙائپ ھئي. ھوٽلن ۾ ڪانپ ٻڌي چانھ جون ڃسڪيون پريندڙ انھن جھونن کي اڄ به چاچي الھورائي جو مشھور پروگرام "فتح خان سان شام" ته وسريو ھوندو. فتح خان سان شام پروگرام لاءِ پي ٽي وي وارا ھر مھيني ھن سگھڙ کي گھرائيندا ھئا. ھن ريڊيو تي به پروگرام ڪيا. آخري گھڙين تائين کيس ڀٽائيءَ جي رسالي جو وڏو حصو برزبان ياد ھو.

1952ع ۾ ھڪ ڀيري ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ھڪ سگھڙ ھٽان شاھ سائينءَ جا 11 ڏکيا بيت کيس ڏياري موڪليا ته انھن جي معنيٰ ٻڌائي. ھي فقير منش بزرگ ٽنڊي قيصر ۾ وڃي ڊاڪٽر صاحب سان مليو ۽ کيس بيتن جي معنيٰ ٻڌايائين. ھي 18 سالن جو ھو ته مغل بادشاھ، بھادر شاھ ظفر جي انگريزن جي قيد ۾ لاڏاڻي جي خبر ٻڌي ھئائين. ان دؤر ۾ اخبار يا ريڊيو ته ھوندا نه ھئا. ان ڪري خبر چار جو وسيلو ماڻھو ئي ھئا. جن کي لڪڙ تار چيو ويندو ھو. 1890ع ۾ چارلس نيپئر پاران ٽنڊي محمد خان

ڪان بدين تائين ريل جي پٽڙي وڇائڻ واري ڪم ۾ هن شخص مزدوري ڪئي هئي جنهن جو اجورو ڪيس ٽن سڪن ۽ هڪ ڪسيري جي صورت ۾ مليو هو. سڪي کي ان دؤر ۾ دمڙي چيو ويندو هو ۽ ٻن دمڙين عيوض هڪ ٻڪري خريد ڪبي هئي.

هن شخص جي خوراڪ عام طور ٻاجهر جي ماني ۽ لسيءَ جو گلاس هو. ٻاجهر جو شوقين هو. چانهه سڄي زندگي نه چکيائين جڏهن ته مڇي شوق سان کائيندو هو. يوناني حڪيمن جي دوائن تي ويساهه رکندڙ هن شخص کي ڪابه وڏي بيماري نه ٿي.

**الياس**: تعلقي لاڙڪاڻي جي هڪ ديهه، جنهن ۾ ڪوبه ڳوٺ شامل نه آهي.

**اليچي**: تعلقي ڪوٽڙيءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ ڪوبه ڳوٺ شامل نه آهي.

**امام بري**: مشهور بزرگ امام بريءَ جو اصل نالو شاهه عبداللطيف بري هو. هن ضلعي جهلم (پنجاب) ۾ 1617ع ۾ جنم ورتو. سندس والد جو نالو شاهه محمود هو. امام بري ننڍي هوندي کان عبادت ۽ رياضت ۾ مشغول رهندو هو. خاندان جي ڪجهه مخالف ماڻهن جي ڪري شاهه محمود پنهنجو اباڻو ڳوٺ ڇڏي باغ ڪلان علاقه گولڙا راولپنڊيءَ ۾ اچي رهائش پذير ٿيو جتي هن پنهنجي فرزند امام بريءَ جي تعليم جاري رکي. امام بري عرفان ۽ علم حاصل ڪرڻ کان پوءِ حج ۽ مقدس زيارتن لاءِ






امام بريءَ جي روضي جو ڏيک

روانو ٿيو. واپس اچڻ کان پوءِ موجوده اسلام آباد واري علائقي ۾ اچي رهائش اختيار ڪيائين ۽ اتي رهي رشد ۽ هدايت جو آغاز ڪيائين. سندس علم ۽ ڄاڻ مان لکين ماڻهو فيضياب ٿيا. سندن ڪوشش سان ئي هتي جي ٻن قبيلن ڍونڊن ۽ رسين اسلام قبوليو. سندس ڳوٺ "چورپور"، هاڻي "نورپور" جي نالي سان مشهور آهي. "حديقة الاولياءَ" جو صاحب لکي ٿو ته: "شاهه لطيف بري پنجاب جي بزرگن مان هڪ هو. سندس هزارين ڪرامتون مشهور آهن. هو وڏو عابد، زاهد، متقي، گوشه نشين ۽ هڏ ڏوکي هو. سندس هزارين مريدن مان وڏيون بزرگ هستيون ٿيون. سندس علم ۽ عرفان ڪمال درجي تي پهتل هو". هن عظيم بزرگ هستيءَ پنهنجي ڳوٺ ۾ 964هه/1556ع ۾ وفات ڪئي. سندس مقبرو آبپاره اسلام آباد ۾ موجود آهي، جتي اڄ به هر خاص ۽ عام زيارت لاءِ ايندا آهن.

**امام علي مرزا، ڊاڪٽر**: ڊاڪٽر ميرزا امام علي بيگ "افسر" ولد ميرزا امداد علي ٽنڊي آغا (حيدرآباد) جي علمي، ادبي ۽ مذهبي ميرزا گهراڻي ۾ 14 آگسٽ 1960ع ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم حاصل ڪرڻ کانپوءِ مئٽرڪ 1977ع ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول مان، انٽر سچل سرمست آرٽس ڪاليج مان 1979ع ۾ پاس ڪيائين. بي.اي ۽ ايم.اي (سنڌي) سٽي آرٽس ڪاليج مان پاس ڪري 'سنڌ جي عزاداري' جي عنوان سان سنڌ يونيورسٽيءَ مان 1996ع ۾ پي. ايڇ. ڊي (سنڌي) جي سند حاصل ڪيائين.



عملي زندگيءَ جي شروعات 1978ع کان جيل ڪاتي کان شروع ڪيائين. ريڊيو حيدرآباد ۽ سنڌالاجيءَ ۾ پڻ ملازمت ڪيائين ۽ آخر ڪميشن جو امتحان پاس ڪري ليڪچرر جي عهدي تي سٽي آرٽس ڪاليج ۾ مقرر ٿيو. ترقيءَ جون منزلون طئي ڪندو هن وقت ريجنل ڊائريڪٽر آف ڪاليجز حيدرآباد جي عهدي تي فائز آهي. ايران جو ٽي دفعا سير ڪيائين. علمي ادبي ماحول جي پرورش سبب ڪيس ننڍپڻ کان ئي نثر ۽ نظم لکڻ جو شوق هو. سندس پي. ايڇ. ڊي جي ٿيسز 'سنڌ جي عزاداري' شايع ٿي چڪي آهي ۽ ان جو اردو ترجمو پڻ شايع ٿيل آهي. ان کانسواءِ 'سنڌي مرثيي جي تاريخ'، 'مرثين جو مجموعو'، 'دينيات جا ٽي ڪتاب' پڻ شايع ٿي چڪا آهن. سندس ڪجهه ڪتاب ڇپائي جا منتظر آهن. ميرزا افسر جا ڪيترائي تحقيقي مقالا ۽ مضمون نئين زندگي، پيغام، اظهار، مهراڻ، پنجتني اخبار ۽ ٻين رسالن ۾ پڻ شايع ٿي چڪا آهن. عزاداري جي ڏهاڙن ۾ ميرزا افسر مرثيه ۽ سلام پڻ پڙهندو آهي. ۽ مختلف نعتيه محفلن ۾ نعت خواني پڻ ڪندو آهي. شاعري جي شروعات پڻ ننڍپڻ کان شروع ڪيائين. شاعري جي صنفن ۾ مرثيه، سلام، غزل، قصيدو، قطعه تاريخ، رباعي ۽ نوحي جي صنفن تي پڻ طبع آزمائي ڪندو آهي. ٽنڊي آغا جي قديم ۽ مشهور امام بارگاهه علي آباد ۾ منعقد ٿيندڙ هرطرحي مشاعري ۾ پڻ شرڪت ڪري داد حاصل ڪندو آهي.

**امام محمد باقر عليه السلام**: امام محمد باقرؑ جي ولادت پهرين رجب 57هه ۾ ٿي. سندس نالو محمد، ڪنيت ابو جعفر ۽ لقب 'باقر' آهي. سندس والد جو نالو علي بن الحسين سيد سجادؑ ۽ والده جو نالو فاطمه بنت امام حسنؑ آهي ۽ امام محمد باقرؑ ڏاڏاڻي ۽ ناناڻي طرفن کان فاطمي ۽ علوي آهي. امام باقر رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم جن سان مشابهت رکندو هو. ان ڪري ڪيس شبيهه مصطفيٰ جو لقب ڏنو ويو.

امام محمد باقرؑ، معاويه ابن ابو سفيان جي دور ۾ پيدا ٿيو. سندس والد حضرت امام علي بن الحسينؑ کي عبدالملڪ بن مروان جي حڪم سان زهر ڏئي شهيد ڪيو ويو. ان وقت (95هه) سندس عمر 38 سال هئي. امام محمد باقرؑ وڏو عبادت گذار هو. وقت جو حڪمران هشام بن عبدالملڪ هڪ ڀيري حج ادا ڪرڻ لاءِ مڪي پهتو، اتي امام محمد باقرؑ ۽ سندس فرزند امام جعفر صادقؑ به موجود هئا. امام جعفر صادقؑ ان موقعي تي تقرير ڪندي چيو ته اسين هن زمين تي الله جا خليفا آهيون. هشام بن عبدالملڪ امام محمد باقرؑ ۽ امام جعفر صادقؑ کي دمشق ۾ طلب ڪري قيد ڪيو ۽ بعد ۾ کين آزاد ڪيو ويو. 7 ذوالحج سن 114هه تي هشام بن عبدالملڪ جي حڪم تي امام باقر کي زهر ڏنو ويو. سندس شهادت بعد کيس جنت البقيع/ مدينه منوره ۾ دفن ڪيو ويو. شهادت وقت سندس ڄمار 57 سال هئي.

**امام نسائي:** مشهور شيخ الاسلام ۽ حافظ حديث ابو عبدالرحمان عرف امام نسائي خراسان جي هڪ ڳوٺ نسا ۾ 215ھ/ 830ع ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم اباڻي شهر مان حاصل ڪيائين. پوءِ پندرهن سالن جي عمر ۾ علم جي تحصيل لاءِ خراسان، عراق، حجاز، شام ۽ مصر جي وڏن عالمن جي صحبت ۾ گهڻو ڪجهه پرايائين. امام نسائي اسلامي دنيا جي سيني علمي مرڪزن کان فيضياب ٿيو ۽ آخرڪار مصر ۾ رهائش اختيار ڪيائين. پر پوءِ لڏي وڃي دمشق ۾ رهيو. دمشق ۾ رهائش دوران هڪ ڏينهن مسجد جي ڪجهه ماڻهن کانئس پڇيو ته امير معاويه جي شان ۾ ڪا حديث ٻڌايو. امام نسائي هڪدم چيو ته مون کي ڪا خبر نه آهي. آءٌ چا ٻڌايان ۽ وڌيڪ هي لفظ چيائون: 'لا اشبع اللّٰہ بطنہ' اهو ٻڌي دمشق جي ماڻهن امام نسائيءَ کي مسجد ۾ ڏاڍو ماريو ۽ انهيءَ مار ڪان پوءِ هي عالم دين سخت بيمار ٿي پيو. بيماريءَ جي حالت ۾ امام نسائي پنهنجن شاگردن کي چيو ته مون کي مڪي ڪٺي هلو. جڏهن مڪي پهتا ته اتي امام نسائي 303ھ/915ع ۾ رحلت ڪئي، وصيت مطابق کين صفا ۽ مروه جي وچ ۾ دفن ڪيو ويو.

امام نسائيءَ جي شهرت سندن ڪتاب 'السنن' جي ڪري تمام گهڻي ٿي. ڪتاب 'السنن' جو مقام صحاح سته جي ڪتابن ۾ پنجون ۽ سندن ڪتابن ۾ ٽيون آهي. امام نسائي ڪتاب ۾ زندگيءَ جي هر پهلوءَ متعلق حديثون جمع ڪيون آهن. ايستائين جو رڪوع ۽ سجدا ۽ هر قسم جي دعائون ڪثرت سان روايت ڪيون آهن. "السنن" ۾ پندرهن هزار ست سؤ ايڪهٺ (15761) حديثون موجود آهن. هي ڪتاب ڪيترائي دفعا شايع ٿي چڪو آهي. ان کان سواءِ امام نسائيءَ جي هڪ مشهور تصنيف "خَصَائص علي رضہ" پڻ تمام گهڻي مشهور آهي. ان ڪتاب جو ترجمو "مناقب مرتضوي" جي نالي سان مطبع محمدي لاهور مان 1310ھ/ 1892ع ۾ شايع ٿي چڪو آهي.

**امجد رضا بروهي:** امجد بروهي 23 مارچ 1963ع تي سيوهڻ تعلقي جي شهر بوبڪ ۾ جنم ورتو. مئٽرڪ تائين تعليم بوبڪ ۾ حاصل ڪرڻ کان پوءِ هن پنهنجي والد شير محمد بروهي جي سرڪاري ملازمت سبب ڄامشوري ۾ رهائش اختيار ڪئي ۽ 1983ع کان روزاني آفتاب اخبار ۾ حيدرآباد سٽي رپورٽر ڪم ڪرڻ سان صحافت ۾ پير پاتو ۽ 1992ع کان هفتيوار اخبار 'رفتار' جاري ڪئي، جيڪا هن وقت ضلعي جي مشهور اخبار آهي. ٻن ٽن سالن اندر ماهوار رسالو نئون دور پڻ جاري ڪيو. امجد رضا بروهي ڄامشوري ۽ دادو ضلعي جي سياست جو بهترين تجزيہ نگار پڻ آهي، جنهن کي ٻنهي ضلعن جي آبادي ۽ انهن جي سياسي لاڳاپن وغيره جي پلي پٽ ڄاڻ آهي، عام چونڊن توڙي مڪاني ادارن جي چونڊن جا نتيجا گهڻي ڀاڱي اهڙا ٿيندا آهن، جهڙا هو تجزيا ڪندو آهي.

**امداد عباس، صوفي:** صوفي امداد عباس بن صوفي عبدالستار 1932ع ۾ جهوڪ شريف ۾ پيدا ٿيو ۽ 13 شوال 1380ھ/1959ع ۾ وفات ڪيائين. کيس جهوڪ شريف ۾ دفن ڪيو ويو. بيت ۽ ڪافيءَ جو سلو شاعر هو. "فدا" تخلص هئس. سندس ڪلام قلمي صورت ۾ جهوڪ جي گادي ڌڻين وٽ موجود آهي.

**امداد علي اوڍو:** نامور صحافي امداد علي اوڍو، 10 آگسٽ 1947ع تي جيڪب آباد ۾ ڄائو سياسي ۽ سماجي ڪيريئر جي شروعات. 1968ع ۾ جنرل ايوب خان جي دور ۾ ڪيائين. ون يونٽ ٽوڙڻ، ووٽر لسٽون سنڌيءَ ۾ شايع ڪرائڻ ۽ جمهوريت ۽ انساني حقن جي بحاليءَ لاءِ هلندڙ جدوجهدن ۾ ڀرپور حصو ورتائين. اسٽوڊنٽ ليڊر جي حيثيت ۾ جيل به ويو. 15 نومبر 1969ع تي ووٽر لسٽ سنڌيءَ ۾ شايع ڪرائڻ لاءِ هڪ سؤ ڪلاڪ جي بک هڙتال به ڪيائين. جنهنڪري کيس ان وقت جي قانون ڊي پي آر هيٺ گرفتار ڪري سکر جيل ۾ وڌو ويو.



امداد علي اوڍي، شهيد ذوالفقار علي ڀٽي، باباءِ سنڌ حيدر بخش جتوئي ۽ سائين جي. ايم. سيد سان تحريڪن ۾ سات ڏنو. 1973ع ۾ سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽ فيڊريشن جو مرڪزي صدر رهيو ۽ 1979ع ۾ سيڪريٽري سنڌي ادبي سنگت جيڪب آباد ٿيو. 1979ع ۾ ڊسٽرڪٽ يونين آف جرنلسٽس ۽ پريس ڪلب جيڪب آباد جو صدر رهيو. بهارين خلاف تحريڪ هلائڻ جي ڏوهه ۾ کيس 5 ورهين لاءِ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ريسٽيڪيٽ ڪيو ويو. آگسٽ 1979ع کان ڊسمبر 1998ع تائين ادبي، سماجي ۽ ثقافتي مئگزين ماهوار "سنڌ سجاڳ" جيڪب آباد مان ۽ پوءِ ڪراچيءَ مان ڪڍيائين.

جنوري 1990ع ۾ ڪراچيءَ مان ترقي پسند روزاني "عوامي آواز" ڪڍيائين. جيڪا سنڌي ڪمپيوٽر تي پهرين مڪمل اخبار هئي. 30 سيپٽمبر 2003ع تي پارٽنرن سان پاليسي معاملن تي اختلاف سبب اها اخبار ڇڏي ڏنائين. "سنڌ سجاڳ" کي روزاني اخبار ڪري، ان جو ڊسمبر 1998ع تائين ايڊيٽر رهيو. جنوري 2008ع کان روزاني "سوڀ" اخبار ڪڍيائين ۽ 31 آگسٽ 2008ع تائين ان جو ايڊيٽر رهيو.

1997ع ۾ هن اڳوڻي وزيراعظم نواز شريف جي وفد سان گڏ ترڪي ۽ ايران جو دورو ڪيو. هن سال 2000ع ۾ ٻارن جي حقن بابت بين الاقوامي ڪانفرنس لنڊن ۾ شرڪت ڪيائين ۽ 16 سيپٽمبر 2000ع تي ورلڊ سنڌي ڪانگريس جي عالمي ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪيائين. سندس تعليم ايم. اي پوليٽيڪل سائنس، ايم. اي جنرلزم ۽ ايل. ايل. بي آهي ۽ هن وقت مانچسٽر (برطانيا) ۾ رهي ٿو.

**امرپٽي:** امرپٽيءَ جو اصل نالو عبدالمجيد راجپوت ولد شمس الدين راجپوت آهي، هن 1961ع ۾ حيدرآباد ۾ جنم ورتو. پرائمري تعليم زينت السلام اسڪول مان ۽ مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول سينارجا مان حاصل ڪيائين.



گريجوئيشن گورنمينٽ ڪاليج ڪاري موري حيدرآباد، ماسٽرس سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري مان ڪيائين. 1982ع کان واپڊا، تعليم، لوڪل گورنمينٽ ۽ ٽرانسپورٽ ڊپارٽمينٽ ۾ مختلف حيثيتن سان سرڪاري ملازمت ڪندو پيو اچي. هن وقت سيڪريٽري آر. ٽي. اي ٽرانسپورٽ ڊپارٽمينٽ جي حيثيت سان ڪم ڪري رهيو آهي. عبدالمجيد امرپٽي بنيادي تعليم حاصل ڪرڻ کانپوءِ سماجي ڪمن ۾ حصو وٺڻ شروع ڪيو. ادب سان وابسته هئڻ ڪري سنڌي اخبارن ۾ ڪالم لکڻ شروع ڪيائين. ڪالمن ذريعي سنڌ ۾ رهندڙ سنڌي ۽ اردو ڳالهائيندڙن وچ ۾ ويجهڙائي پيدا ڪرڻ کي جي ڪوشش ڪيائين. هن سنڌيءَ ۾ 200 کان

وڏيڪ ڪالم لکيا آهن . ان ڪان سواءِ شاعري جا ٻه مجموعا به ترتيب ڏنل اٿس. امر ڀٽي سنڌيءَ ۾ نڪرنڌڙ آس" اخبار جو باني آهي، جيڪا گذريل ستن سالن ڪان باقاعدي ڇپجي رهي آهي. امر ڀٽي تعليم جي ميدان ۾ شاگردن لاءِ مختلف ادارا به قائم ڪيا آهن، جن ۾ ايڪوئٽي الشمس اڪيڊمي ۽ نيپ ايجوڪيشن اڪيڊمي قابل ذڪر آهن. ان ڪان سواءِ مختلف ادارن جي سرپرستي به ڪندو پيو اچي ۽ سماجي حوالي سان مختلف سماجي تنظيمن سان گڏ ڪم ڪرڻ ڪان سواءِ 'شمس ادب و آگهي' جو چيئرمئن پڻ آهي. هن جو پنهنجي اداري ۾ سنڌي ٻولي اٿارٽيءَ جي سهڪار سان اردو ڳالهائيندڙن لاءِ سنڌي ڪلاسن هلائڻ ۾ وڏو ڪردار آهي، جتي ٻه ڪامياب سيشن هلي چڪا آهن.

**اميد جو قتل** (ڪتاب): هي ڪتاب قومپرست رهنما ۽ سياستڪار عبدالواحد آريسر،27 ڊسمبر 2007ع تي شهيد بينظير ڀٽوجي شهادت ڪان متاثر ٿي لکيو. هي ڪتاب پنجن مضمونن تي مشتمل آهي، (1) اميد جو قتل،




(2) ڌرتي ڏُڏي وئي، (3) هوءَ جڏهن سن آئي، (4) هن سان ماڻهو پيار ڇو ڪندا آهن ۽ (5) ڪڏهن سرخ ڦريرو لهرائيندو. هن ڪتاب جو مرتب واحد ڪانڌڙو آهي ۽ مهاڳ ناليواري صحافي ۽ ڪالم نگار اعجاز منگيءَ جو لکيل آهي، هن ڪتاب جي ارپنا ذوالفقار جونيئر جي نالي ٿيل آهي، ڪتاب ۾ "لُڙڪن جي ڀيٽا" عنوان سان تاج جويي جو غزل شامل آهي. ان ڪان سواءِ سائين جي.ايم. سيد جا هيئيان لفظ شهيد بينظير کي ڀيٽا طور ڏنا ويا آهن:

"بينظير ڀُٽو لياريءَ جي جلسي ۾ فوج ۽ پوليس جا گهيرا ٽوڙي شريڪ ٿي، ان سان منهنجي دل ۾ شاهه جي سورمين جو جذبو جاڳي پيو ۽ آءُ کيس گلدستو موڪلي رهيو آهيان." چار رنگي ٽائيٽل تي شهيد بينظير جي تصوير آهي ۽ بيڪ ٽائيٽل تي ليکڪ جي تصوير ۽ آسي زمينيءَ جو غزل ڏنو ويو آهي، ڪچي بائنڊنگ سان ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب ۾ 87 صفحا آهن ۽ قيمت 80 روپيا آهي. ڇاپو پهريون، 7 فيبروري 2008ع تي گنجوڏونگر پبليڪيشن، حيدرآباد پاران ڇپائي پڌرو ڪيو ويو.

**اميد علي جت**: تعلقي ٽنڊو محمد خان جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: ڪرم خان جت، انور خان رند، رياض الحق مفتي ۽ عارب ڪپري.

**امير ابڙو**: ڪهاڻيڪار ۽ ڊراما نگار امير ابڙي جو پورو نالو امير الدين ابڙو 15 ڊسمبر 1965ع تي هالا ۾ ڄائو. هائير سيڪنڊري ڪان پوءِ



انجنيئرنگ ۾ ايم. ايس. سي ڪئي اٿائين ۽ انجنيئر جا فرائض انجام ڏئي رهيو آهي. سٺو ڪهاڻيڪار ۽ ڊرامه نگار آهي، سندس ڪيترين تحريرون مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿينديون رهن ٿيون. سندس ڇپيل ڪتابن ۾: "هڪ ڪانئر جو موت (ڪهاڻيون، ناوليٽ 1995ع)"، "عورت بنا سيارو" (ناروي جو سفرنامو: 1997ع) ۽ "Land of Mid Night (2003)" شامل آهن.

**امير علي چانڊيو**: امير علي ولد محمد چانڊيو 24 مئي 1949ع تي ڳوٺ شاهه محمد چانڊيو لڳ قمبر ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ڄائو. هي سٺو نثرنگار، شاعر، نقاد ۽ لطيف جي ڪلام جو انگريزيءَ ۾ مترجم هو. امير علي چانڊيو شروع ۾ پرواري ڳوٺ آباد جي ملا مڪتب ۾ پڙهيو ۽ پوءِ پنهنجي والد سان گڏ اچي لاڙڪاڻي ۾ رهيو. جتي انٽر پاس ڪرڻ ڪانپوءِ وڃي سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري ۾ داخل ٿيو. جتان 1973ع ۾ ايم. اي انگريزي ڪيائين. جنهن ڪانپوءِ پاڻ ڪراچيءَ ۾ ليڪچرار مقرر ٿيو. ڪراچيءَ ۾ رهائش دوران سي. ايس. ايس جو مقابلي وارو امتحان پاس ڪري ورتائين. جنهنڪري کيس اسسٽنٽ سپرنٽينڊنٽ پوليس منتخب ڪيو ويو ۽ پوءِ ايس.پي ٿيو ۽ پنهنجي سروس دوران سنڌ جي مختلف ضلعن ۾ رهيو. آخر ۾ اٺوين گريڊ ۾ ڊي. آءِ. جي جي عهدي تي پهتو.

امير علي چانڊيو شاگردي واري زماني ڪان ئي ادب سان شغف رکندو آيو. هن شاعري به ڪئي. گيت، غزل، وايون ۽ ڪافيون لکيائين. کيس راڳ جي به سٺي ڄاڻ هئي. ان سلسلي ۾ مشهور راڳي منو ڪڇيءَ کي پنهنجو استاد بڻايائين. بهترين نثرنگار ۽ نقاد به هو. مهراڻ، ٻين رسالن ۾ شاهه لطيف، شيخ اياز ۽ تاج بلوچ جي شاعريءَ بابت سندس مقالا ۽ تنقيدي مضمون ڇپيا. امير علي چانڊيي کي ادب جي تاريخ ۾ جنهن ڪم سبب هميشه لاءِ ياد رکيو ويندو، سو آهي حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحه جي بيتن جو انگريزي ۾ سندس ترجمو. سندس شاهه جا ترجمو ڪيل بيت "هلال پاڪستان" اخبار ۾ روزانو هڪ هڪ بيت ٿي شايع ٿيندا رهيا. ان ڪانسواءِ هن شيخ اياز تي تمام علمي انداز ۾ فني پهلوئن جي حوالي سان عملي تنقيد ڪئي ۽ شيخ اياز ۽ ٻين شاعرن جا نظم سنڌيءَ مان انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيا. امير علي چانڊيي 12 آڪٽوبر 1996ع تي حيدرآباد ۾ وفات ڪئي.

**امير علي شاهه**: سيد امير علي شاهه ولد سيد نور علي شاهه تاريخ پهرين مئي 1947ع تي جيڪب آباد ۾ پيدا ٿيو. پاڻ هڪ ديني عالم، اديب ۽ خطيب آهي. جيڪب آباد ۾ مئٽرڪ تائين پڙهيو. همايون شريف واري مدرسي مان درسِ نظاميءَ جي سند حاصل ڪيائين. جامع مسجد بخاري درگاهه جو گادي نشين به آهي. پنهنجي والد سيد نور علي شاهه جي عرس جو هر سال انتظام ڪندو آهي ۽ ان جي زندگيءَ تي هڪ جامع ڪتاب "انوار نور علي شاهه" نالي سان لکي 1997ع ۾ شايع ڪرايائين. پاڻ جماعت اهلِ سنت و جماعت ضلعي جيڪب آباد جو امير آهي.

**امين کوسو**: جيڪب آباد ضلعي جو صاحب دل، بلند همت، مخلص قومي اڳواڻ محمد امين کوسو، ڄاماڻي پاڙي جي کوسن مان پنهنجي



ناناڻي ڳوٺ مير حيات خان تعلقي ٺل، ضلعي جيڪب آباد ۾ عبدالعزيز خان کوسي جي گهر 11 ڊسمبر 1913ع تي جنم ورتو. هن جو پڙ ڏاڏو ميان ولي محمد عرف وليو خان کوسو پنهنجي ٿَرَ جو سخي مرد ٿي گذريو آهي. عبدالعزيز خان کوسي کي ٻه فرزند محمد امين خان ۽ نظام الدين خان ٿيا. ميان محمد امين خان ابتدائي تعليم ڪريم بخش خان کوسي جي ڳوٺ، تعلقي ٺل ۾ ورتي، جتان هو آدم پور،

تعلقي نصيرآباد ۾، ماستر عبدالرسول ڪوسي وٽ وڃي پڙهڻ ويٺو اتان پنجون درجو پاس ڪري، موٽي اچي جيڪب آباد هاءِ اسڪول ۾ انگريزي جي تعليم حاصل ڪيائين. اتي ڪيس مسٽر غلام قادر خان وڪيل ۽ مسٽر شيوارام ياڳچند جهڙن لائق استادن جي شاگرديءَ جو شرف حاصل ٿيو. هن 1928ع جي آخر ۾، جيڪب آباد هاءِ اسڪول مان مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيو. ان ڪانپوءِ ساڳئي سال جي آخر ۾، عليڳڙهه ڪاليج ۾ اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ داخل ٿيو. اتان 1933ع ڌاري بي.اي پاس ڪري، گريجوئيٽ ٿيو. ان ڪانپوءِ هي وڪالت پڙهڻ لاءِ اتي ئي لا ڪاليج ۾ پڙهڻ لاءِ ويٺو ۽ 1936ع ڌاري فرسٽ ايل ايل بي جو امتحان ڏنائين. ٻئي سال پروفيسر حليم پرو وائيس چانسلر، ڪن سببن ڪري هن کي ڪاليج مان خارج ڪري ڇڏيو. ان تي چوڪرن گهڻي هلچل هلائي، پر هن کي وري داخلا ملي نه سگهي، تنهنڪري هن کي واپس ڳوٺ اچي رهڻو پيو.

علي ڳڙهه جي رهائش جي عرصي ۾ هن سر راس مسعود، ڊاڪٽر محمد اقبال ۽ نواب محمد اسماعيل ميرٺ واري سان واقفيت پيدا ڪري، سندن صحبت مان مستفيد ٿيڻ جي ڪوشش ڪئي. عليڳڙهه ۾ رهڻ وقت، هن جي ڪيترن نوجوانن سان واقفيت ۽ دوستي ٿي. جن مان غلام احمد خان بن نواب محمد اسماعيل خان خاص ڪري ذڪر جي لائق آهي.

1935ع جي سڌارن جي ائڪٽ پاس ٿيڻ ۽ سنڌ جدا ٿيڻ بعد، 1937ع جي اسيمبلي چونڊن ۾، جيڪب آباد ضلعي مان سردار جعفر خان بليدي، مير سهراب خان سرڪي ۽ مير زين الدين خان سنراڻي ميمبر چونڊجي آيا هئا. سال جي آخر ۾ مير زين الدين خان وفات ڪري ويو. ان جي خالي ٿيل جاءِ لاءِ ٻه اميدوار بيٺا. هڪ سردار شير محمد خان بجاراڻي ۽ ٻيو ميان محمد امين ڪوسو. هڪ طرف اڳوڻو بمبئي ڪائونسل جو ميمبر، سرڪار ۾ خاص اثر رکندڙ، لقب بردار، قوم جو سردار عمر رسيده ماڻهو اميدوار هو. ٻئي طرف عليڳڙهه مان تازو آيل، غير تجربيڪار نوجوان شاگرد، وڏي قبيلي جي فرد هئڻ جي باوجود مال ۽ ملڪيت ۾ گهٽ، سرڪار جي مخالف جماعت ڪانگريس جو اميدوار هو. سو به اهڙي ضلعي مان، جتي فرنٽيئر ائڪٽ جي موجودگيءَ ڪري، عملدار سياهه و سفيد جا مالڪ هئا. ملڪي ۽ قومي بيداريءَ جو نالو ئي ڪونه هو. پر تازو اهڙي ئي پنتي پيل لاڙڪاڻي ضلعي ۾ جيڪو زميندارن ۽ وڏن ماڻهن جي جاگير رهندو آيو هو شيخ عبدالمجيد سنڌي ضلعي جي پهرئين نمبر خاندان، زميندار ۽ سنڌ جي گورنر جي صلاحڪار سر شاهنواز ڀٽي کي اليڪشن ۾ شڪست ڏني هئي. هيءَ ٻي آزمائش هئي. ان اليڪشن ۾ ڊاڪٽر چوئٿرام گدواڻي، پير علي محمد راشدي ۽ ڪيترن قوم پرست مولوين ميان محمد امين خان جي مدد ڪئي. والد بزرگوار ۽ پير صاحب پرچونديءَ جون دعائون شامل حال هيس. هن مارچ 1938ع تي، چونڊ ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي. اها ڪاميابي سنڌ اندر قومي خادمن ۽ جماعتي عيوضين جي ٻي ڪاميابي هئي. هن 29 مارچ تي اسيمبلي ۾ حلف کنيو. شهيد الله بخش جي وزارت جو دور شروع ٿيو هو. جنهن کي اتحاد پارٽي، ڪانگريس ۽ هندو انڊيپينڊنٽ پارٽين وجود ۾ آندو هو.

جي. ايم سيد سان گڏ محمد امين ڪوسي جي حمايت حاصل هئي. الله بخش وزارت ابتدا ۾ چڱا قدم کنيا، لوڪل باڊيز مان جو اصول ختم ڪيو ڪاموري طبقي جي رعب کي گهٽايو پر مختلف مفاد پرست طبقن جي مفادن آڏو اچڻ سبب الله بخش ملڪ ۽ ماڻهن جي ڀلي جا ڪم ڪرڻ ۾ مڪمل طرح ڪامياب نه ٿيو. سنڌ ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي سياسي اختلافن ۾ الله بخش جو مڪمل طرح حامي رهيو.

محمد امين ڪوسي سنڌ ۽ بلوچستان جي پوئتي پيل خطن ۾ سياسي بيداري ۽ آزاديءَ لاءِ وڏو ڪم ڪيو. هو الله بخش سومري ڪي سنڌ جي خودمختياريءَ جو علمبردار سمجهندو هو. هن سرزمين سنڌ کي دنيا جي اتحاد، امن ۽ ترقيءَ جو مرڪز سمجهيو ٿي. هو مولانا تاج محمد امروٽيءَ ۽ عبيدالله سنڌيءَ جو وڏو معتقد هو. هو هڪ ئي وقت مولانا ابوالڪلام آزاد، مولانا عبيدالله سنڌي ۽ علامہ محمد اقبال جو دوست هو. ابتدا ۾ ڪميونسٽ خيالن جو حامي رهيو. ترقي پسند مصنفين جي لکنؤ اجلاس ۾ سنڌ مان شريڪ ٿيندڙ واحد اديب ۽ عالم هو. هن جو شمار چوٽيءَ جي ڪانگريسي مسلمان ليڊرن ۾ ٿيندو هو. ڊگهي شيرواني، ڪوٽ، ڪاڏي جي اڇي شلوار ۽ بلوچي ٽوپي پائيندو هو. ورهاڱي کان اڳ محمد امين ڪوسو، شهيد الله بخش جو هر موقعي تي مددگار ۽ معاون رهيو. 1940ع ۾ دهليءَ ۾ قوم پرست مسلم پارٽين گڏجي الله بخش جي صدارت ۾ جيڪا آزاد ڪانفرنس ڪوٺائي، ان ۾ به محمد امين ساڻس گڏ هو. 14 مئي 1943ع تي الله بخش سومري جي شهادت ڪانپوءِ ڏاڍو دلشڪستو ۽ ملول ٿي پيو. انهيءَ زماني ۾ سائين جي.ايم.سيد جا مسلم ليگ سان اختلاف ٿي پيا. ان جي سبب هو نه ساڻس گڏجي ٿي سگهيو نه مسلم ليگ ۾ ويو. 1945ع تائين سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر رهيو پر جڏهن ئي فرقي پرستيءَ جو دؤر شروع ٿيو ته هيءَ سائين جي. ايم. سيد ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌي اسيمبليءَ کان ٻاهر رهجي ويا.

پاڪستان جي قيام ڪانپوءِ حالتن جي ناسازگاري ڪري، هي گوشہ نشين زندگي گذارڻ لڳو پوءِ به سنڌ سان ڪنهن به قسم جي زيادتي برداشت نه ڪندو هو. سنڌ کان ڪراچيءَ جي جدائي، ون يونٽ جي قيام ۽ مارشل لا دؤر ۾ جڏهن جي. ايم. سيد نظر بند رهيو ته امين ڪوسو سندس ساٿي رهيو ۽ بنا ڊپ ڊاءَ جي طويل خط لکندو رهيو. جيڪي اڳتي هلي سائين جي.ايم.سيد ٻن جلدن ۾ ”واڄٽ ويراڳين جا“ جي عنوان سان ترتيب ڏيارائي ڇپرايا. هن انهيءَ آمريتي دؤر ۾ سائين جي.ايم.سيد جي شخصيت تي ”سنڌ جو سيد“ نالي ڪتاب لکيو. هن جي خطن جو هڪ ڪتاب سندس ڀاءُ ميان نظام الدين ڪوسي ”امين الملت“ جي نالي سان ڇپائي پڌرو ڪيو. مطلب ته محمد امين ڪوسو مخلص، بي لوث ۽ وطن دوست شخص هو. جنهن جي زندگي ۽ ڪارناما تاريخ جو حصو بڻجي چڪا آهن. هن عظيم انسان 1973ع ۾ وفات ڪئي ۽ پنهنجي اباڻي ڳوٺ (جنهن کي هن پنهنجي والد جي نالي سان عزيز آباد جو نالو ڏنو هو مٽين مٽي هيئان دفن آهي.

**امينه (گلوڪاره)**: سنڌ جي نامور گلوڪاره امينه ناز جو پورو نالو غلام زينب شاهه المعروف امينه ڏيءَ علي بخش شاهه آهي. هن 15 ڊسمبر 1946ع تي حيدرآباد ۾ جنم ورتو هن ابتدائي تعليم سيد باز محمد شاهه اسڪول مان حاصل ڪئي. 1967ع ۾ ميران اسڪول حيدرآباد مان مئٽرڪ جو امتحان ڏنائين. 1969ع ۾ پي ٽي. سي جي ٽريننگ ڪري ٻڌراج ڪالوني حيدرآباد ۾ گورنمينٽ پرائمري اسڪول ۾



ٽيچر بڻي ۽ پوءِ هيڊ مسٽريس جي عهدي تي پهتي. هن کي ننڍي هوندي کان ڳائڻ جو تمام گهڻو شوق هو. مختلف محفلن ۾ مرثيا ۽ نوحا پڙهندي هئي. ٽريننگ ڪاليج ۾ تعليم حاصل ڪرڻ دوران زرينه بلوچ سندس گهڻي همت افزائي ڪئي ۽ کيس ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تي وٺي آئي. جنهن ڪانپوءِ استاد محمد ابراهيم ۽ استاد محمد جمن جي ساڻ سندس لئه ڪاريءَ کي پختو بڻايو. ريڊيو تي هن جي آواز ۾ پهرين ڪافي حاجي شاهه جي رڪارڊ ٿي. ان ڪانپوءِ هن ڪيترائي ڪلام، ڪافيون، سهرا ۽ لوڪ گيت ڳاتا. امينه جڏهن ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تان باقاعدي ڳائڻ شروع ڪيو ته ان دور جي سنڌي موسيقيءَ جي اُفق تي چمڪندڙ ستارن ۾ زرينه ۽ روبينه گهٽيون مشهور ٿي چڪيون هيون. انڪري پروڊيوسر خواجه امداد علي هن فنڪارا لاءِ انهن فنڪارائن جي تتبع تي"امينه" نالو تجويز ڪيو. جڏهن ته ان کان اڳ هوءَ پنهنجي اصلي نالي غلام زينب سان سڏبي هئي. اهڙي طرح هوءَ غلام زينب شاهه مان امينه بڻجي وئي. امينه سڄيءَ سنڌ ۾ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيو. سندس آواز ۾ ڪمال جو ميٺاج آهي. سندس ڳاتل ڪيترا سهرا مشهور ٿيا. جن ۾ جڳ مشهور ڳيچ "هٿين گل مينڌي، پيرين گل مينڌي" به شامل آهي. جيڪو ڪمپوز به سندس ئي ٿيل هو. امينه ذاتي مصروفيتن سبب هاڻي موسيقيءَ جي دنيا کي خيرباد چئي گهريلو زندگي گذاري رهي آهي.

**اناركلي:** اناركلي مغل دور جو هڪ تاريخي ڪردار آهي. هيءَ هڪ ايراني واپاريءَ جي ڌي هئي، جيڪو پنهنجي ڪٽنب سان گڏ جڏهن ايران مان هندستان پئي آيو ته واٽ تي ڌاڙيلن حملو ڪري کيس ماري وڌو ۽ سندس مال متاع، زال ۽ ڌيءَ نادره بيگم کي پاڻ سان کڻي ويا. ڌاڙيلن معصوم نادره کي ڪابل جي صوبيدار راجا مانسنگهه وٽ وڪڻي ڇڏيو. هن کيس اڪبر بادشاهه جي حرم ۾ ڪنيز ڪري ڏنو. جڏهن نادره جوان ٿي ته سندس حسن ۽ جمال ڏسي اڪبر کيس 'اناركلي' جو نالو ڏنو. ڪتاب "تحقيقات چشتيه" ۾ ڄاڻايل آهي ته: "اڪبر بادشاهه جي اناركليءَ سان تمام گهڻي محبت هئي، انهيءَ ڪري محل جون ٻيون ڪنيزون هن تان سڙنديون هيون ۽ جڏهن اڪبر حيدرآباد دکن جي جنگي مهم تي ويو، تڏهن حاسد ڪنيزن اناركليءَ کي زهر ڏئي ماري ڇڏيو." جڏهن ته ڪنهيا لال "تاريخ لاهور" ۾ هن طرح لکيو آهي ته: "جڏهن اڪبر حيدرآباد دکن ۾ هو، تڏهن اناركليءَ لاهور ۾ سخت بيماريءَ جي حالت ۾ وفات ڪئي." مٿين ٻنهي بيانن جي ابتڙ عام طور ائين مشهور آهي ته اڪبر بادشاهه اناركليءَ کي هميشه پاڻ سان گڏ رکندو هو پر سندس فرزند شهزادو سليم (جهانگير بادشاهه) ۽ اناركليءَ هڪٻئي سان پيار ڪندا هئا. جڏهن اڪبر کي اها خبر پئي ته هن حڪم ڏنو ته اناركليءَ کي قيد ڪيو وڃي ۽ اناركليءَ کي قيد ڪيو ويو. شهزادو سليم اناركليءَ کي قيد مان آزاد ڪرائي آگري ڏانهن ڀڄي نڪتو پر شاهي فوج اڪبر جي حڪم تي ٻنهي کي گرفتار ڪري ورتو سليم کي ڪجهه به نه چيو ويو پر حسين ۽ جميل ڪنيز اناركليءَ تي مقدمو هلائي، کيس موت جي سزا ڏئي، پٽ ۾ چڻايو ويو. سندس بيڏوهه موت 1008هه/1599ع ۾ ٿيو هي واقعو شهزادي سليم کان ڳجهو رکيو ويو. اڪبر جي مرڻ بعد جڏهن شهزادو سليم، جهانگير جي لقب سان تخت نشين ٿيو، تڏهن کيس اصل واقعي کان آگاهي ملي ۽ کيس ڏاڍو ڏک پهتو ۽ هن ان جاءِ تي، جتي اناركليءَ کي پٽ ۾ چڻيو ويو هو، سندس ياد ۾ هڪ مقبرو تعمير ڪرايو جيڪو "مقبرءِ اناركليءَ" جي نالي سان مشهور آهي. هي مقبرو اڪبر بادشاهه جي وفات کان ڏهه سال پوءِ 1024هه/1615ع ۾ ٺهي راس ٿيو. مقبري ۾ اناركليءَ جي قبر جي ڪتبي تي مجنون سليم اڪبر جي نالي سان هي شعر لکيل آهي:

تا قيامت شکر گويم کردگار خويش را

آه گرمن باز بينم روي يار خويش را

(مجنون سليم اڪبر)

[آئون قيامت تائين پنهنجي پروردگار جو شڪار گذار رهندس، جيڪڏهن هو مون کي منهنجي يار جي صورت جو هڪ دفعو ٻيهر ديدار ڪرائي.]

**انتظار جي موسم** (ڪتاب): هي ڪتاب معصوم سانگهڙائيءَ جي شاعريءَ تي مشتمل آهي، جنهن ۾ غزل، وايون، ڪافيون، گيت، ڇهه سٽا، چوسٽا، ٽي سٽا، بيت ۽ نظم شامل آهن.




ڪتاب جو مهاڳ عزيز ڳوپانگ لکيو آهي، جڏهن ته عميق مهر ۽ بخشڻ مهراڻوي جا ويچار پڻ شامل آهن. بيڪ ٽائيٽل تي الهورايي بهڻ شاعر جو تعارف لکيو آهي، پڪي جلد ۾ ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو بيلا پبليڪيشن جهول طرفان 2004ع ۾ شايع ٿيو. 311 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 150 روپيا آهي.

**انٽرنيشنل پيس بيورو** (International Peace Bureau-I.P.B): هن بين الاقوامي تنظيم جو بنياد سوئيٽزرليند جي شهر برن ۾ 1891ع ۾ رکيو ويو. هن تنظيم جي قيام جو مقصد هڪ اهڙو مرڪز وجود ۾ آڻڻ هو، جنهن وسيلي مختلف ملڪن ۾ امن لاءِ ٿيندڙ سرگرمين کي گڏيل نموني جاري رکي سگهجي. هن تنظيم کي 1910ع جو نوبل انعام به ڏنو ويو. نوبل امن انعام جي شروعاتي ڏهن سالن ۾ هن تنظيم کي ست ڀيرا ان انعام لاءِ نامزد ڪيو ويو هو، پر جڏهن نوبل ڪميٽيءَ هن تنظيم جي خدمتن جو اعتراف ڪندي انعام ڏنو ته ان ڪانپوءِ هن اداري جي ڪارڪردگي متاثر ٿيڻ لڳي.




هن اداري جو قيام 1891ع ۾ روس ۾ ٿيل ٽين عالمي ڪانگريس جي ميمبرن جي ڪوشش جو نتيجي طور ٿيو هو. عالمي ڪانگريس جي ميمبرن کي ان نڪتي تي متحد ڪرڻ ۾ فريڊرڪ بيگر (Fredrik Bager)، هاڊسن پريٽ (Hodgson Pratt) ۽ چارلس ليمونيئر (Charles Lemonier) اهم ڪردار ادا ڪيو هو. اداري جي بنيادي متن ۾ طئه ڪيو ويو هو ته هيءَ تنظيم: (1)سموري دنيا جي امن پسندن درميان رابطي کي مضبوط بڻائيندي، (2) امن لاءِ ڪم ڪندڙن کي معلومات فراهم ڪئي ويندي، (3) عالمي امن ڪانگريس لاءِ قراردادون تيار ڪرڻ ڪانسواءِ انهن تي عمل ڪرائڻ جو بندوبست ڪندي.

قيام جي شروعاتي سالن ۾ هن تنظيم انهن نڪتن تي عملدرآمد ڪري امن جي تحريڪ ۾ هڪ طاقتور آواز طور ڪم ڪيو. جتي ته ڪنهن جنگ جو خطرو هوندو هو اتي هي بيورو امن لاءِ اپيلون موڪلڻ جو انتظام ڪندو هو پر اڳتي هلي هيءُ طريقو گهڻو ڪارگر ثابت نه ٿيو. قومن جي جماعت (League of Nations) ۽ پهرين جنگ عظيم کان پوءِ حڪومتي ۽ غير حڪومتي تنظيمن جي ميدان ۾ اچڻ ڪانپوءِ امن بيورو جي اهميت گهٽ ٿيندي وئي ۽ نيٺ ٻي جنگ عظيم دوران ان جون ڪارروايون معطل ٿي ويون. 1959ع ۾ سوئيٽزرلينڊ جي عدالت هن تنظيم جي باقاعدي خاتمي جو اعلان ڪيو ۽ ان جا سمورا اثاثا بين الاقوامي ليزان ڪميٽيءَ (International Liason Committee) جي حوالي ڪيا ويا. ان اڳوڻي امن تنظيم کي بيهر فعال ڪرڻ جي نيت سان الڪوپ (Ilcop) جنيوا ۾ قائم پنهنجي سيڪريٽريٽ کي انٽر نيشنل بيورو آف پيس (International Bureau of Peace) جو نالو ڏنو. جيتوڻيڪ نوبل ڪميٽيءَ هي فيصلو مڃي ورتو پوءِ بہ هن ڪميٽي امن لاءِ جاکوڙيندڙ اڳوڻي تنظيم وارو مقام حاصل نه ڪري سگهي.

**انٽيل ڪميونيڪيشنز، حيدرآباد:** انٽيل ڪميونيڪيشنز حيدرآباد، هڪ اشاعتي مرڪز آهي، جيڪو 1997ع ۾ قائم ٿيو. هن اداري پنهنجي قيام کان هن وقت تائين مختلف موضوعن تي مختلف شخصيتن ۽ ادارن جا 600 کان مٿي ڪتاب، رسالا ۽ سووينئر ڇپايا آهن. جن ۾ تحقيق، شاعري، فڪشن (ناول، ڪهاڻيون)، سفرناما، لغتون، ٻولي ۽ ٻيا موضوع اچي وڃن ٿا. هن اداري جو بانيڪار ۽ چيف ايگزيڪيوٽو موهن 'مدهوش' آهي. جنهن پنهنجي ٽيڪنيڪي ۽ تخليقي صلاحيتن موجب ڪتابن، رسالن وغيره جي ڇپائيءَ ۾ جدت ۽ معيار کي قائم رکيو آهي. ڪويتا پبليڪيشن جي ساٿ سان هن اشاعتي مرڪز هن وقت تائين سنڌ جي هيٺين نامور شاعرن، اديبن ۽ محققن جا ڪتاب ڇپايا آهن: شيخ اياز، ولي رام ولڀ، ڊاڪٽر غلام محمد لاکو، عطا محمد ڀنڀرو، ڊاڪٽر قاضي خادم، عبدالقادر جوڻيجو، ماهتاب محبوب، اياز گل، تاج جويو، اشتياق انصاري، ريٽا شهاڻي، گوبند خوشحالاڻي، گورڌن گهايل، نصير مرزا اچي وڃن ٿا. هي ادارو سنڌ جي ٻين اهم پبلشنگ ادارن سنڌيڪا، روشني، نيو فيلڊس، سنڌي ساهت گهر وغيره جي ماليها جو هڪ موتي آهي. انٽيل ڪميونيڪيشنز جي آفيس حيدر چوڪ، حيدرآباد ويجهو 9- ربي چيمبرز ۾ آهي.

**انجمن آفتاب ادب دادو:** هي انجمن 25 نومبر 1943ع تي دادو ۾ قائم ٿي. دادو ضلعي جي ڪجهه شاعرن ۽ اديبن جا حافظ محمد احسن چنا، ماستر جمع خان غريب، امام الدين ضامن وغيره جي ڪوشش سان هي انجمن قائم ٿي. هن انجمن جي مقصدن ۾ هر مهيني مشاعرو ڪرائڻ، شعر لاءِ ذوق سليم پيدا ڪرڻ، سنڌي علم ادب جي ترقي لاءِ ڪوششون وٺڻ، شاعريءَ جي فن جو صحيح معيار پيدا ڪرڻ وغيره هو. انجمن جا شروعاتي عهديدار هي هئا: (1) قاضي محمد قاسم مورائي (صدر)، (2) ماستر جمع خان غريب (نائب صدر)، (3) حافظ محمد احسن چنا (جنرل سيڪريٽري)، (4) علي حيدر حيدري (نائب سيڪريٽري)، (5) غلام عيسيٰ (ناظم)، (6) امام الدين ضامن (مهتمم شاعر).

اڳتي هلي آخوند شفيع محمد ۽ رئيس ضياءُ الدين "بلبل" هن جا مکيه عهديدار بڻيا. هن انجمن جي سهاري هيٺ ڇهين ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس ڊسمبر 1944ع ۾ رئيس ضياءُ الدين جي صدارت هيٺ ۽ 1951ع ۾ ٻارهين ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس ڊاڪٽر دائود پوٽي جي صدارت هيٺ ٿيون. هن انجمن جا هر مهيني باقاعدي مشاعرا ٿيندا هئا.

**انجمن شعراءِ هالا:** هن انجمن جو بنياد 1935ع ڌاري هالا شهر جي ڪجهه نوجوان شاعرن وڌو، جن ۾ خليفو محمد عمر، قاضي احمد علي، سليم هالائي وغيره جا نالا قابل ذڪر آهن. هن انجمن جا عهديدار هئا: (1) حاجي شفيع محمد "شهنشاهه" (صدر)، (2) سليم هالائي (سيڪريٽري)، (3) خليفو محمد عمر "اختر" (جوائنٽ سيڪريٽري).

هي انجمن ڪيترن سالن تائين مشاعرا منعقد ڪندي رهي، انجمن جا مشاعرا ماهوار ٿيندا هئا.

**انجمن همدرد اسلام:** هيءُ انجمن 31-1930ع ۾ شڪارپور ۾ قائم ڪئي وئي. هن انجمن جو صدر علي بخش سومرو ۽ سيڪريٽري عبدالوهاب ولد نور محمد سومري ۽ احمد نواز عرف غلام رسول سومرو هئا. انجمن پاران 'مسلم اجمل لئبرري قائم ڪئي ويئي هئي، جنهن ۾ شهري اچي مطالعو ڪندا هئا. ان کان سواءِ هن انجمن پاران نائيٽ اسڪول بہ قائم ڪيو ويو هو. جنهن ۾ ديني تعليم ۽ پرائمري تعليم ڏني ويندي هئي. هن انجمن پاران اسلامي تهوارن تي پمفليٽ ۽ ڪتابچا شايع ڪرائي مفت ورهايا ويندا هئا. اهڙن ڏينهن تي مولودن ۽ نعت جا ننڍا ننڍا مجموعا بہ شايع ڪرايا ويندا هئا. سن 1936ع ۾ عيد ميلادالنبيءَ جي موقعي تي هن انجمن پاران 'اسان جو مدني آقا' نالي هڪ ڪتاب شايع ڪرائي مفت ورهايو ويو هو.

**انجنيئر عبدالوهاب سهتو:** انجنيئر طور مشهور ليکڪ عبدالوهاب سهتي ڳوٺ جام نور الله، تعلقي ڪنڊياري ضلعي نوشهري فيروز ۾ جنم ورتو. پيشي جي لحاظ کان پبلڪ هيلٿ کاتي ۾ انجنيئر آهي. سٺو ڪهاڻيڪار ۽ محقق آهي. سنڌي پهاڪن ۽ چوڻين تي بہ ڪافي تحقيق ڪئي اٿس. سندس ڇپيل ڪتابن ۾: (1) هراس (ڪهاڻيون)، (2) بت ئي چوي ڪافر (ڪهاڻيون)، (3) هٽ جي وڍي (ڪهاڻيون)، (4) ننڍڙي روپ واريون چوڻيون ۽ پهاڪا (2000ع)، (5) ورجيسون: پس منظر ۽ ڪارج (2003ع)، (6) موزون آکاڻين ذريعي جڙيل پهاڪا ۽ چوڻيون (2004ع)، (7) اترادي پهاڪا ۽ چوڻيون (2006ع)، (8) روايت ۽ بغاوت جو شاعر عبدالڪريم گدائي (ڪينجهر خاص نمبر: 2005ع) شامل آهن.



**اندر جي اُچل (ڪتاب):** هي ڪتاب ناول نگار ۽ فيلسوف ژان پال سارتر جو جڳ مشهور ناول Nausee جو سنڌي ترجمو آهي. جيڪو هن 1938ع ۾ لکيو. جيڪا سندس پهرين لکڻي هئي. ان ناول جا دنيا جي ڪيترين ئي ٻولين ۾ ترجما ٿي چُڪا آهن. سنڌيءَ ۾ انهيءَ ناول جو ترجمو ڊاڪٽر بدر اُجڻ ڪيو آهي. سارتر ناول بابت پنهنجا ويچار ونڊيندي هڪ هنڌ لکيو آهي ته "خواب ناول" ڪوڙ ڪٿڻ ۽ غلط بيانيءَ جي ڪري پڙهندڙ کي خوش ڪندو آهي. جڏهن ته ڪو سٺو ناول، ڪنهن خاص مقصد ۽ نظريي تي دارومدار رکندڙ، اَٽر ادبي ضرورت آهي." سارتر جي سنڌي ترجمي تي مشتمل هن ناول جو مهاڳ نامور شاعر ۽



محقق تاج بلوچ لکيو آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو جون 2005ع ۾ سوجهرو پبليڪيشن پاران شايع ٿيو. هي ڪتاب 286 صفحن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جي قيمت ڪچي جلد ۾ 150 ۽ پڪي جلد ۾ 200 ڄاڻايل آهي.

**انڊس سولائزيشن ان سوراشٽر** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مشهور "سنڌيالاجسٽ" (Sindhiologist) گريگوري ايل. پوشيل جي ڊاڪٽريٽ (Ph.D) جو مقالو آهي. هي مقالو بنيادي طرح سان سنڌو تهذيب جي پوئين دور (Past Urban Phase) جو اڀياس آهي، جنهن ۾ سنڌو تهذيب جي مرڪزي علائقي مان شهري ماڻهن جي ڀاڄ ۽ ڪڇ، گجرات ۽ راجستان وارا ماڳ وسائڻ جو ذڪر آهي. هن ٻڌايو آهي ته سنڌوءَ تهذيب جي عروج واري دور (2300-1600) کان ڪئين هزار سال اڳ ڌوٽي (Gatharers) ۽ شڪاري (Hunters) دور ۾ به اهي ماڳ سنڌ ۽ ڏکڻ هندستان جي مارو لوڪن جي ميلاپ جا هنڌ هئا. ڌوٽي ۽ شڪاري قبيلا اتي پيٽ قوت لاءِ اچي گڏ ٿيندا هئا. جڏهن ته سانگي لوڪ (مالوند ماڻهو) ۽ پوءِ واري زرعي دور (Agriculture Society) جا آڳاٽا سنڌي ڪڇ ۽ گجرات جي جالاري جوءِ ۾ ساين سيمن تي مال پهرائيندا ۽ پوکي راهي ڪندا هئا. گجرات ۾ ڪاري ڪپهه ۽ بوسي پوک ڪندا هئا. انهن علائقن ۾ نئين پٿر جي دور (Newlitic) جون اهڙيون دريافتون (Findings) مليون آهن، جن مان اهو ثابت ٿئي ٿو ته اتي روهڙيءَ جي جبل وارا پٿر اوزارن طور ڪتب آندا ويندا هئا. گريگور ايل. پوشيبل هن ڪتاب ۾ سنڌو سڀيتا جي مرڪزي شهرن جي زوال کان پوءِ هنن علائقن ۾ آباد سنڌو سڀيتا جي ماڻهن جي معاشي هلچل جو ذڪر ڪيو آهي. هن ٻڌايو ته ڪڇ جي 89 ماڳن ۽ گجرات جي 200 ماڳن ۾ ڪي ماڳ سنڌي تهذيب جي مرڪزي شهر موهين جي دڙي ۽ هڙاپا جا همعصر هئا. جهڙوڪ: گجرات جو ماڳ "لوٿل" (Lothal) ۽ ڪڇ (Kutch) جو ماڳ "ڍول ويرا" (Dhol Vira). هي مقالو ڪتابي شڪل ۾ انڊين آرڪيالاجي شعبي 1980ع ۾ ڇپرائي پڌرو ڪيو. جنهن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو عطا محمد ڀنڀرو ڪيو آهي ۽ سنڌي ادبي بورڊ پاران هي ڪتاب ڇپائيءَ جي مرحلي ۾ آهي.

**انڊونيشيا** (Indonesia): هن ملڪ جو سرڪاري نالو جمهوريه انڊونيشيا (Republic of Indonesia) آهي، جنهن جو پراڻو نالو نوسانتارا هو. انڊين اوشين (هندي سمنڊ) جي نسبت سان ڪيس انڊونيشيا چيو ويو. هي ڏکڻ اوڀر ايشيا جو اسلامي ملڪ آهي. هن جي اتر ۾ ملائيشيا، ملاڪا ساموندي لنگهه،



ڏکڻ ۾ چيني سمنڊ، سليبز سمنڊ، فلپائن، اولهه ۾ پئسفڪ سمنڊ، اوڀر ۾ پاپو آنيوگي ۽ آرافورا سمنڊ، ڏکڻ اولهه ۾ هندي سمنڊ ۽ اتر اولهه ۾ انڊيمان سمنڊ آهن. انڊونيشيا 13677 ٻيٽن تي ٻڌل ٻيٽن جو ڳنڍڪو آهي. جيڪي اوڀر کان اولهه تائين 5150 ڪلوميٽر (3200 چورس ميل) جي ڊيگهه ۽ اتر کان ڏکڻ تائين 1930 ڪلوميٽرن (1200 ميل) جي ويڪر ۾ پکڙيل آهن. انهن ٻيٽن جي پکيڙ آسٽريليا جي اتر تائين آهي. ملڪ جو اڌ حصو جابلو آهي، 65 سيڪڙو ايراضي ساوڪ پريل ٻيلن سان ڍڪيل آهي. انڊونيشيا جي ڪل پکيڙ 1906200 چورس ڪلوميٽر (735800 چورس ميل) ۽ آبادي 22 ڪروڙ آهي. انڊونيشيا جي گاديءَ جو هنڌ جڪارتا (Jakarta) آهي ۽ سڀ کان مٿانهون هنڌ يونيڪ جايا (بلندي 5030 ميٽر) آهي. هتان جي سرڪاري ٻولي انڊونيشي آهي، جڏهن ته ملائي، جاوائي ۽ باتڪ پڻ ڳالهائجن ٿيون. هن ملڪ جي موسم خط استوا جي ويجهو هئڻ ۽ خط سرطان ۽ خط جدي جي وچ ۾ هئڻ ڪري گرم هوندي آهي. هتي برسات گهڻي پوندي آهي. انڊونيشيا جي مکيه زرعي پيداوار چانور، مڪئي، پٽاٽا، ناريل، ڪمند، ربڙ، ڪجور، ڪوئر، گجر، چانهه، ڪافي ۽ مصالحا آهن. مکيه صنعتن ۾ ٽيڪسٽائيل، ڪاغذ، سيمنٽ، گاڏيون، سائيڪلون، ٽائر، ربڙ جون شيون، پيٽروليم جون شيون، پلاءِ ووڊ اچي وڃن ٿيون. هتي جي مکيه معدنيات ۾ تيل، قدرتي گئس، ٽامو، نڪل، ايلومينم، قلعي، ڪوئلو، باڪسائيٽ، مينگانيز تيزاب، ڪروميم، ٽين ۽ چاندي شامل آهن.

انڊونيشيا جي تاريخ، تاريخ کان به اڳ جي آهي. عام انسانيات جي ماهرن جو خيال آهي ته بندري قد ۽ وارو قديم انساني نسل هتي آباد هو. جاوا مان نڪتل 5 لک سال پراڻا انساني ڍانچا مليا آهن. پٿر جي زماني ۾ هتي ڪاري نسل جا بندرا ماڻهو آباد ٿيا. جن جو مذهب مظاهر پرستي هو ۽ جيڪي وحشي قبيلن واري جيوت گذاريندا هئا ۽ اڄ به جابلو علائقن جي اندروني حصن ۾ آباد آهن. هتي ستين ۽ اٺين صديءَ ۾ دليندرا ۽ سري وجايا نالي وڏيون سلطنتون قائم ٿيون. ٻارهين صديءَ ۾ ڪيدري سلطنت جو اوج ٿيو ان زماني ۾ هتي مسلمان واپاري اسلام جي روشني کڻي آيا. عرب ۽ هندوستاني واپارين سماترا ٻيٽ ۾ سڀ کان اڳ ۾ اسلام جي تبليغ ڪئي. ٻي عالمي جنگ دوران 1942ع ۾ جاپان انڊونيشيا تي قبضو ڪيو. جنهن سان ولنديزي اقتدار جي خاتمي جي راهه هموار ٿي. 12 مارچ 1966ع تي آرمي چيف جنرل سوهارتو صدارت تي قابض ٿي سوئيڪارنو کي تاحيات صدر ۽ وزيراعظم جي عهدي تان لاهي نظر بند ڪيو هو. انهيءَ حالت ۾ سوئيڪارنو 21 جون 1970ع ۾ لاڏاڻو ڪري ويو. انڊونيشيا جي آزاديءَ جو ڏهاڙو 27 ڊسمبر 1949ع آهي ۽ گڏيل قومن جي اداري (UNO) جي ميمبرشپ 28 سيپٽمبر 1950ع کان اٿس. سنڌ جا سنڌ ورڪي واپاري جاوا ۽ سوماترا تائين وڃي ڪمائي شاهوڪار ٿيندا هئا. ان حوالي سان سنڌيءَ ۾ عيش ڪرڻ لاءِ "جاوا ڪرڻ" جو اصطلاح موجود آهي.

**انڊين نيشنل ڪانگريس**: هندستان جي هڪ سياسي پارٽي، جنهن کي انڊين نيشنل ڪانگريس (INC) چيو ويندو آهي. ان جو بنياد ڊسمبر 1885ع ۾



مختلف رهنمائن، ايلن اوڪٽوين هيوم، دادا ڀائي نوروز جي، ڊنشا واچا، وميش چندر بينرجي، سريندرناٿ بينرجي، من موهن گهوش ۽ وليم ويڊربرن وڌو. هيءَ پارٽي پنهنجي قيام کان وٺي هندستان جي آزاديءَ لاءِ سرگرم رهي. موهن داس ڪرمچند گانڌي، جواهر لعل نهرو، ولڀ ڀائي پٽيل، سڀاش چندر بوس، راجندر پرشاد، خان عبدالغفار خان، ابوالڪلام آزاد، مولانا محمد علي جوهر ۽ محمد علي جناح جهڙين شخصيتن جو هن پارٽيءَ جي جدوجهد ۾ نمايان ڪردار رهيو آهي. (وڌيڪ ڏسندا: **ڪانگريس پارٽي**)

برصغير جي ورهاڱي کان پوءِ انڊين نيشنل ڪانگريس، هندستاني/ پارتي سياست تي وڏي عرصي تائين راڄ ڪيو آهي. پارٽ جو پهريون وزيراعظم

جواهر لعل نهرو به هن پارٽيءَ جو اڳواڻ هو. اندرا گانڌي ۽ راجيو گانڌي جي شهرت، سندن موت کان پوءِ به ڪانگريس پارٽيءَ کي پارت ۾ منظم رکيو ۽ پارت جي اقتدار تي هن پارٽيءَ جو بدستور اثر رهيو آهي. هيءَ هندستان جي واحد پارٽي آهي، جنهن 1999ع، 2004ع ۽ 2009ع جي چونڊن ۾ 10 ڪروڙن کان وڌيڪ ووٽ حاصل ڪيا. ڪانگريس سان لاڳاپيل پارٽي وزيراعظمن ۾: جواهرلعل نهرو، گلزاري لعل نندا، لعل بهادر شاستري، اندرا گانڌي، راجيو گانڌي، نرسمهارائو ۽ من موهن سنگهه شامل آهن. هن وقت ڪانگريس پارٽيءَ جي سربراهه/ چيئرپرسن راجيو گانڌيءَ جي اٽالين گهر واري سونيا گانڌي آهي.

**انڊڙ، عبدالقادر**: ڪامريڊ عبدالقادر انڊڙ 14 اپريل 1924ع تي انڊڙن جي عيساڻي پاڙي جي هڪ بزرگ ۽ عارف ميان محمد سليمان جي وڏي پٽ ميان جان محمد جي گهر هاليجي شريف (پنوعاقل) ۾ جنم ورتو.



پرائمري ۽ مذهبي تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ ورتائين. جوان ٿيڻ بعد انگريز فوج ۾ شامل ٿيو. رينجرس ۽ پوليس ۾ به نوڪري ڪيائين، پر اهي نوڪريون هن جي باغي سڀاءَ قبول نه ڪيون. انهيءَ دوران مولوي نذير حسين ٽڙٽ جتوئيءَ جي صحبت ۾ حيدربخش جتوئيءَ سان ملاقات ٿيس، مولوي نذير ۽ حيدر بخش جتوئيءَ جي انقلابي ڪچهرين عبدالقادر کي رچائي ريٽو ڪيو ۽ 1958ع ۾ باقاعدي هاري ڪاميٽيءَ ۾ شامل ٿيو ۽ سڄي عمر هارين جي حقن ۽ هاري انقلاب لاءِ وڙهندي گذاريائين. بڪ هڙتالون، جلسا، جلوس، ڌرڻا، عدالتي معرڪا ڪري مسڪين هارين کي هزارين ايڪڙن جو مالڪ ڪيائين. هن هلچل ۾ ڪامريڊ رمضان شيخ، مولانا عزيزالله جروار، شير محمد فضلي، محمد هاشم گهانگهرو، ڪامريڊ غلام محمد لغاري، مولوي نذير حسين جتوئي، شاهه محمد دراني، محمد يعقوب جتوئي ۽ ٻيا سندس ساٿاري هئا. ڪامريڊ عبدالقادر ون يونٽ واري تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتو. لسٽون سنڌيءَ ۾ ٺاهيو تحريڪ، بحالي نه ڪپن تحريڪ ۽ ٻين جدوجهدن ۾ ڀرپور حصو ورتائين. شاگردن، هارين، مزدورن سان ساٿ ڏنائين. هاري مزدور شاگرد رابطا ڪاميٽين لاءِ اهم ڪردار ادا ڪيائين. جام ساقي، مهر حسين شاهه، نورالله ملڪ، سرور سيف، عاشق سومرو، مانڌل شر سندس خاص فڪري دوست هئا. ڪامريڊ شاگردن جي مشهور تنظيم ايس. اين. ايس. ايف ۽ مزدورن جي مشهور تنظيم ورڪرز فيڊريشن کي منظم ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. هو نيشنل عوامي پارٽي ضلعي سکر جو صدر رهيو. 1970ع ۾ نعپ جو عاليشان جلسو ڪرايائين، جنهن ۾ ولي خان، حبيب جالب، مير غوث بخش بزنجو، عطاءُالله مينگل، ارباب سڪندر خليل ۽ ٻيا شامل ٿيا هئا. پني عاقل ۾ جشنِ سنڌ ۽ هاري ڪانفرنس جهڙا يادگار پروگرام ڪيائين، ڪامريڊ سدائين ڪاهي ڌر جي سياست ڪئي، سدائين کاديءَ لباس ۾ رهيو، سندس ڇاتيءَ تي سنڌ جي نقشي جو بيج ۽ لينن جي تصوير سدائين آويزان رهيا. ڪامريڊ سنڌ هاري ڪميٽيءَ جي مختلف عهدن تي رهيو ۽ 1976ع کانپوءِ سنڌ جو چيف آرگنائيزر رهيو. بلوچستان ۾ 1978ع ۾ پٽ فيڊر جي هارين جي جدوجهد ۾ شريڪ ٿيو. سد واهه جي هارين جي حمايت ۾ بک هڙتال ڪيائين. اتي کيس فالج جو حملو ٿيو. دوست کيس ڪراچي کڻائي آيا. سندس حالت خراب ٿيڻ ڪري سندس دوست الهه بچايو مرٽاس کيس ڪراچيءَ کان ڳوٺ کڻائي آيو. جتي 30 سيپٽمبر 1978ع تي وفات ڪيائين.

**انڙ، حاجي غلام حسين**: سنڌ جو مشهور سياستدان حاجي غلام حسين انڙ اپريل 1948ع ڌاري ڳوٺ علي آباد، تعلقي ڏوڪري ضلعي لاڙڪاڻي ۾ زميندار گهراڻي ۾ پيدا ٿيو. سندس والد وڏيرو غلام عمر خان انڙ ترجو ناليوارو



سياستدان ۽ زميندار ٿي گذريو آهي. سندس ڏاڏو فقير محمد خان انڙ به سياسي حوالي سان ترجو مشهور ماڻهو هو، جنهن کي انگريز دور ۾ "خانبهادر" جو لقب مليو هو. حاجي غلام حسين انڙ ابتدائي تعليم نوابشاهه ۽ لاڙڪاڻي مان حاصل ڪئي. گريجويشن سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪيائين. شروع کان وٺي سياسي ۽ سماجي سرگرمين ۾ دلچسپي وٺندو هو. هن سياسي ڪيريئر جي شروعات بلدياتي چونڊن ۾ ڪائونسلر چونڊجڻ سان ڪئي. 1983ع ۾ تعلقي ڪائونسل جو چيئرمئن ٿيو. 1985ع جي غير جماعتي چونڊن ۾ پهريون دفعو سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو. 1988ع ۽ 1990ع ۾ پيپلز پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي ايم.پي.اي چونڊيو. انهن ئي سالن ۾ ضلعي ڪائونسل لاڙڪاڻي جو بنا مقابلي چيئرمئن به ٿيو. 1992ع ۾ مسلم ليگ (فنڪشنل) جي ٽڪيٽ تي ايم. پي. اي لاءِ چونڊ وڙهيو، پر پ پ پ اميدوار کان هارائي ويو. 1992ع ۾ هو مسلم ليگ (فنڪشنل) لاڙڪاڻي ضلعي جو صدر چونڊيو. هن ضلعي سطح تي سياست ڪرڻ ۽ ضلعي جا مسئلا حل ڪرڻ لاءِ "لاڙڪاڻو اتحاد" قائم ڪيو. جنهن کي پ پ مخالف محاذ تصور ڪيو ويو. 1990ع ۾ هو مشهور "انڙ ڪيس" ۾ گرفتار ٿيو. جام صادق علي جي نگران وزيراعليٰ ٿيڻ بعد سندس حمايت سان آزاد ٿيو. 22 مارچ 1994ع تي کيس ٻيهر گرفتار ڪيو ۽ 22 مهينا قيد رهيو. 22 ڊسمبر 1995ع تي آزاد ٿيڻ کانپوءِ 25 جنوري 1996ع تي وفات ڪيائين. سندس ڀاءُ الطاف انڙ به مشهور سياستدان آهي، جيڪو اسيمبليءَ جو ميمبر ۽ صوبائي وزير رهي چڪو آهي. سندس فرزند شفقت حسين انڙ ڏوڪريءَ جو اڳوڻو تعلقي ناظم رهي چڪو آهي، هينئر سندس سياسي وفاداريون پاڪستان پيپلز پارٽيءَ سان آهن.

**انساني تهذيب جي ارتقا** (ڪتاب): تهذيب جي ارتقا بابت اصل ۾ هي ول ڊيورانٽ جو ڪتاب آهي، جنهن جو سنڌي ترجمو رازشر ڪيو آهي،




ڇهن بابن تي مشتمل هن ڪتاب ۾ انساني تهذيب، رهڻي ڪهڻي، سماجي اخلاقيات، مذهب، شادي، سائنس، آرٽ، قديم پٿر جي دور جا فنن وغيره بابت مختصر پر جامع طريقي سان تهذيبي ارتقا بيان ڪئي وئي آهي. ڪتاب جو پبلشر لکي ٿو ته "غارن واري انسان کان وٺي مريخ تي رسڻ جون ڪوششون ڪندڙ انسان ڪهڙن مرحلن مان گذريو آهي، اهو هن ڪتاب ۾ موجود آهي." پڪي جلد سان هن ڊيمي سائيز ڪتاب جو پهريون ڇاپو سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچيءَ پاران 2003ع ۾ شايع ٿيو. هن ڪتاب ۾ 150 صفحا آهن ۽ ان جي قيمت 100 روپيا آهي.

**انساني حقن واري تنظيم:** انساني حقن واري تنظيم (Human Rights Commission) هڪ اهڙو ادارو آهي، جنهن جو ڪم انساني حقن جو بچاءُ ۽ تحقيقات ڪرڻ آهي (وڌيڪ ڏسو: **هيومن رائيٽس ڪميشن ۽ هيمون رائيٽس ڪميشن آف پاڪستان**)

**انس راڄپر:** مترجم ۽ ليکڪ انس راڄپر 30 آڪٽوبر 1961ع تي ڳوٺ ڏنگيجا ضلعي نوشهري فيروز ۾ پيدا ٿيو. فاضل درس نظامي (شهادت العالميه) ۽ ايم. فل (اسلاميات) ڪئي اٿائين. انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ ۾ ريسرچ لئبرريءَ جي ٽيڪنيڪل اسسٽنٽ طور ڪم ڪري رهيو آهي. سندس ڪيترين ئي تحريرون شايع ٿيل آهن. سندس



چيل ڪتابن ۾: (1) حيات محمد صلي الله عليه وسلم (حسنين هيڪل جي ڪتاب جو ترجمو: 2001ع)، مفتاح الصلواة: فتح محمد سيوهاڻيءَ جي فارسي ڪتاب جو ترجمو: 2006ع)، (3) امام شاهه ولي الله جو فلسفو (مولانا عبيدالله سنڌي، ترجمو: 2003ع)، (4) قرآن سمجهڻ جا اصول (شاهه ولي الله دهلوي، ترجمو: 2002ع)، فرائض السلام (مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي جديد سنڌي صورتخطيءَ ۾ ترتيب: 2010ع) شامل آهن. هو هن وقت حيدرآباد ۾ رهي ٿو.

**انشراح، سورة:** قرآن مجيد جي 94 هين سورة، جنهن ۾ هڪ رڪوع ۽ اٺ آيتون آهن. هي سورة مڪي ۾ نازل ٿي. هن سورة جي ابتدا ۾ انهن ٽن نعمتن جو ذڪر آيل آهي جيڪي الله تعاليٰ، حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم کي عطا ڪيون هيون.(1) الله پاڪ اوهان جو سينو کولي ڇڏيو آهي، اوهان هر شيءِ کي پرکي سگهو ٿا. (2) جيڪو بار نبوت ڪان اڳي اوهان تي هو اهو ختم ڪيو ويو آهي. (3) اوهان جو ذڪر سيني ڪان بلند ۽ افضل ڪيو ويو آهي.

ان ڪان سواءِ نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم کي اطمينان ڏياريو ويو آهي ته هي دؤر جنهن مان اوهان گذري رهيا آهيو ڏکو ناهي، هن تنگيءَ جي دؤر سان گڏ ئي آسانيءَ وارو دؤر اچڻ وارو آهي. هن سورة جي آخر ۾ حضور اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم کي اهو هدايو ويو آهي ته انهن مشڪلاتن جو مقابلو ڪرڻ جي لاءِ جيڪي هن وقت اوهانکي پيش اچي رهيون آهن، توهان انهن مسئلن کان فارغ ٿي عبادت ۽ رياضت ۾ لڳي وڃو.

**انشقاق، سورة:** قرآن پاڪ جي 84 هين سورة، هن جو نالو پهرين آيت مان ورتل آهي. هن ۾ 25 آيتون آهن. ۽ سورة مڪي شريف ۾ نازل ٿي، هن جي پڙهڻ سان خبر پوي ٿي ته هيءَ اسلام جي ابتدائي دؤر جي سورة آهي، جڏهن اڃا ظلم ۽ ستم شروع نه ٿيو هو. البته قرآن پاڪ جي دعوت ڪان انڪار ڪيو ويو هو ۽ ماڻهو اهو مڃڻ ڪان انڪاري هئا ته قيامت ايندي. پهرين پنجن آيتن ۾ قيامت جي ڪيفيت بيان ڪيل آهي، ته ان ڏينهن آسمان ڦاٽي پوندو ۽ زمين پنهنجون سڀ شيون ٻاهر ڪيندي، اڳين ڏهن آيتن ۾ ٻڌايل آهي ته انسان شعوري ۽ لاشعوريءَ طور اوڏانهن وڃي رهيو آهي، جڏهن ته هڪ ڏينهن ان کي مالڪ جي اڳيان پيش ٿيڻو آهي، پوءِ سڀئي انسان ٻن گروهن ۾ ورهائجي ويندا، هڪڙا اهي جن کي سندن اعمال نامو سڄي هٿ ۾ ڏنو ويندو ۽ اهي معاف ڪيا ويندا. ۽ ٻيا اهي، جن جو اعمال نامو کابي هٿن ۾ ڏنو ويندو، اهي چاهيندا ته هاڻي وري مري وڃون، پر کين جهنم ۾ ڦٽو ڪيو ويندو اهڙا ماڻهو جيڪي قرآن پاڪ جا انڪاري آهن انهن لاءِ دردناڪ عذاب جي خبر ڏنل آهي.

**انصاري، شيخ صادق علي:** شيخ صادق علي انصاري سترهين آگسٽ 1850ع تي شڪارپور ۾ پيدا ٿيو. سندس وڏا اصل سهارنپور ضلعي جي جنت آباد (انڊيا) جا رهاڪو هئا. جي ميرن جي دور ۾، رياست خيرپور جي ميرن وٽ نوڪريءَ سانگي اتان لڏي اچي شڪارپور ۾ رهڻ لڳا. سندن رهائش گاهه شڪارپور جي شاهه حسين محلي ۾ هئي. هي خاندان خواجه عبدالله انصاري هراتيءَ جي پشت مان آهي. شيخ صادق علي انصاريءَ جو سلسلو جوٽيهين پيڙهيءَ ۾ ساڻس ملي ٿو شيخ صادق عليءَ جو والد شيخ شير علي انگريزن جي دور ۾ دفتردار مقرر ٿيو ۽ آخر ۾ وڃي ڊپٽي ڪليڪٽر جي عهدي تي پهتو. شيخ صادق علي جي تعليم ۽ تربيت پنهنجن وڏڻ جي نظرداريءَ هيٺ ٿي. شروعات ۾ شڪارپور جي هڪ ديني مدرسي مان عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم حاصل ڪري، پوءِ جديد تعليم ڏانهن رجوع ٿيو ۽ ورنيڪيولر اسڪول نمبر پهرئين ۾ وڃي داخل ٿيو. پرائمري تعليم حاصل ڪري انگريزي تعليم پرائڻ لاءِ شڪارپور جي مڊل اسڪول ۾ داخل ٿيو اهو مڊل اسڪول ان وقت تائين هاءِ اسڪول جي درجي تي ڪو نه پهتو هو. تنهنڪري شيخ صادق علي ميٽرڪ جو امتحان حيدرآباد جي هاءِ اسڪول مان 1872ع ۾ پاس ڪيو. شمس العلماءِ مرزا قليچ بيگ به ساڻس گڏ اُتي ئي پڙهيو هو.

شيخ صادق علي ميٽرڪ جو امتحان پاس ڪري، سترهين آڪٽوبر 1887ع تي ٻاويهن ورهين جي ڄمار ۾ شڪارپور جي ڪليڪٽر آفيس ۾ ڪلارڪ مقرر ٿيو هن کي هيٺئين گريڊ جي مختلف نوڪرين تي رهڻ ڪانپوءِ جيڪب آباد ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر جي عهدي تي مقرر ڪيو ويو. ان ڪان پوءِ ڊپارٽمينٽل امتحان پاس ڪيائين ۽ 12 مئي 1888ع تي ڪيس ڪليڪٽر جو عهدو مليو ان ڪان پوءِ پنجين گريڊ ۾ اپر سنڌ فرنٽيئر جو ڊپٽي ڪليڪٽر ۽ مئجسٽريٽ مقرر ڪيو ويو 3 سيپٽمبر 1895ع تي هو اسسٽنٽ ڪليڪٽر مقرر ڪيو ويو ۽ ڊپٽي ڪليڪٽر سرڪر جي چارج سنڌس حوالي ڪئي ويئي.

ٻارهين مئي 1907ع تي خيرپور رياست جو وزير مقرر ڪيو ويو. انهيءَ وقت رياست خيرپور ۾ مير فيض محمد خان جي حڪمراني هئي. سن 1908ع ۾ هندستان جو چيف ڪمانڊر لارڊ ڪچنر خيرپور آيو هو. جنهن جي ملاقات مير فيض محمد سان ٿي ته شيخ صادق علي ان وقت رياست خيرپور جي وزير جي حيثيت ۾ اتي موجود هو. صادق علي رياست خيرپور جي ترقيءَ لاءِ وڏيون ڪوششون ڪيون. ماڻهن ۾ عملي چاهه پيدا ڪرڻ لاءِ هن فيض لئبرري قائم ڪئي ۽ اشاعت جي سهولت خاطر پريس پڻ قائم ڪيائين. خيرپور ۾ جيمخانو قائم ڪندڙ به اهوئي شخص هو.

شيخ صادق علي ڪوٽڏيجيءَ ۾ رياست جي واليءَ جي رهڻ لاءِ خاص محل جوڙايو، ان ڪان سواءِ ڪراچيءَ ۾ پلاٽ خريد ڪري رياست لاءِ بنگلو اڏايائين. 12-1911ع ۾ دهليءَ ۾ خاص دربار منعقد ٿي، جنهن ۾ مير امام بخش خان سان گڏ شيخ صادق علي به شريڪ ٿيو هو. 1911ع ۾ ئي شيخ صادق علي کي انگريز سرڪار پاران "خانبهادر" جو خطاب مليو.

شيخ صادق علي انصاري بلوچستان ۽ افغانستان ۾ رهندڙ مسلمان قبيلن بابت هڪ ڪتاب "A Short Sketch of Historical and Traditional Races of the Muslims found in Sindh, Balochistan and Afghanistan" جي نالي سان لکيو.

هن ڪم دوران شيخ صاحب مختلف علائقن جي نامور شخصيتن ڪان احوال قلمبند ڪيو ۽ کي قبيلائي ۽ خانداني دستاويز ۽ تاريخي شهادتون حاصل ڪيون. ان ڪان سواءِ تاريخي ماخذن (تحفة الڪرام"، "فرشته"، "مختصر تاريخ سنڌ"، "تاريخ سلطاني"، "واقعات دراني" ۽ "افغانستان جي تاريخ" تان استفادو حاصل ڪري، پنهنجي ڪم کي تڪميل تي رسايو.

اهڙيءَ طرح شيخ صاحب جي هٿيءِ ڪتاب ”انبٽہ جي انصاري شيخن جي تاريخ“ متعلق ”قاموس المشاهير“ مان ڄاڻ پيئي آهي ۽ ان مان بخوبي اندازو ٿئي ٿو تہ کيس تصنيف ۽ تاليف سان خاص رغبت رهي، شيخ صادق علي انصاري، ”سنڌ محمدن ايسوسيئيشن“ سان بہ لاڳاپيل رهيو. سردار محمد يعقوب کان پوءِ 1907ع کان 1912ع تائين پاڻ ان جو صدر رهيو. سندس ئي ڏينهن ۾ ڪراچيءَ ۾ ايسوسيئيشن جي ڪانفرنس بہ منعقد ٿي، جنهن جي ڪاميابيءَ لاءِ ڀرپور ڪوششون ڪيائين. هوم رول تحريڪ وقت شمس الدين بلبل جي ادارت ۾ شايع ٿيندڙ روزاني اخبار ”الحق“ تي جڏهن مسلمانن جي طرفداريءَ خلاف هندن ڪيس ڪيا، تڏهن ”الحق“ اخبار لاءِ سندس خدمتون قابل تعريف رهيون. ان کان سواءِ دارالعلوم ديوبند لاءِ سالانہ امداد جاري ڪري ان جي مدد ڪيائين.

سنڌ جو هي نامور انسان، 19 اپريل 1912ع مطابق پهرين جمادي الاول 1330 هجريءَ تي رات جي وقت لاهور ۾ انتقال ڪري ويو. جتي هو بيماريءَ جي علاج لاءِ ويو هو. سندس لاش لاهور کان شڪارپور آڻي علوين جي قبرستان ۾ دفنايو ويو. شيخ صادق علي انصاريءَ جا مرزا قليچ بيگ سان نهايت گهرا ۽ گهاٽا دوستيءَ جا تعلقات هئا. جن جي ڄاڻ قليچ بيگ جي تصنيفن ”خيرپور رياست جي تاريخ“ ۽ ”سائو پن يا ڪارو پنو“ مان پوي ٿي.

**انعام، سورة:** قرآن مجيد جي ڇهين سورة، جيڪا مڪي ۾ نازل ٿي، جنهن ۾ 165 آيتون آهن. هن سورة ۾ ايمان جي اهم نڪتن، توحيد، قيامت جي ڏينهن ۽ جزا سزا جو بيان آهي. زمين ۽ آسمان ۾ الله تعاليٰ جي قدرت جا جيڪي ڪرشما نظر اچن ٿا، انهن ڏانهن انسان جو ڌيان ڇڪايو ويو آهي ۽ قديم قومن جون حالتون ٻڌائي، نيڪيءَ ۽ بديءَ جا نتيجا ظاهر ڪيا ويا آهن. ان کان سواءِ حلال ۽ حرام شين جي باري ۾ تفصيل سان ٻڌايو ويو آهي ۽ چوپائي مال جي باري ۾ مشرڪن جا جيڪي غلط رايا هئا تن جي مذمت ڪيل آهي.

**انعام عباسي:** نوجوان شاعر، ڪهاڻيڪار ۽ ڊراما نگار انعام الله عباسي، 10 جون 1971ع تي لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيو. بي. اي ڪيائين. سٺو اداڪار بہ آهي ۽ ڪي. ٽي. اين تي پنهنجا جوهر ڏيکاري رهيو آهي. سندس بہ سيريل ”ٽنل تارون“ ۽ ”پنهنجو گهر“ ڪي. ٽي. اين تان ٽيليڪاسٽ ٿيل آهن.



ادب ۾ سندس نمايان خدمتون آهن. هن 1994ع کان ’نئون نياپو‘ نالي ماهوار رسالو شروع ڪيو، جنهن جا هن وقت تائين 90 کان مٿي شمارا ايڊٽ ڪري ڇپرائي چڪو آهي، هي رسالو سنڌي ادب ۾ سٺي حيثيت ماڻي چڪو آهي. هن نئون نياپو اڪيڊميءَ پاران نامور شاعر تاجل بيوس ۽ ٻين ليکڪن جا ڪيترائي ڪتاب ڇپايا آهن.

**انفال، سورة:** قرآن مجيد جي اٺين سورة، جيڪا مديني منوره ۾ نازل ٿي، جنهن ۾ 75 آيتون آهن. هي سورة بدر جي جنگ کانپوءِ نازل ٿي. هن ۾ مسلمانن جي لاءِ غنيمت جي مال جي ورهاست متعلق حڪم ۽ بدر جي جنگ جا ڪجهہ واقعا بہ بيان ڪيل آهن. ان کان سواءِ جهاد جا آداب ۽ مجاهدن جا فرض، مڪي جي مشرڪن جا رويا بہ بيان ڪيل آهن. قديم سرڪش قومن جا حوالا ڏئي ٻڌايل آهي تہ مومن هميشہ سوڀ حاصل ڪندا آهن ۽ خدا جا منڪر شڪست کائيندا آهن.

**انفطار، سورة:** قرآن پاڪ جي 82 سورة، جيڪا مڪي ۾ نازل ٿي، جنهن ۾ 19 آيتون آهن. هن سورة ۾ قيامت جي ڏينهن جو بيان آهي.

**انقلاب (اخبار):** 1945ع ڌاري سکر مان جاري ٿي، هي اخبار آغا بدر الدين دراني جاري ڪئي هئي، هي روزاني اخبار هئي ۽ ”سوراج“ اخبار جي مقابلي ۾ نڪتي هئي، هي اخبار 1948ع تائين نڪرندي رهي.

**انور الدين شيخ:** سنڌ جي مشهور تعليمي ماهرن ۾ مرحوم انورالدين شيخ جون خدمتون بہ ساراهہ جوڳيون آهن. بهترين استاد، بااصول منتظم ۽ سماجي خدمتن سبب مشهور انورالدين شيخ 16 نومبر 1931ع تي پني عاقل جي معروف سماجي شخصيت امير بخش شيخ جي گهر ۾ جنم ورتو. پرائمري تعليم مين پرائمري اسڪول پني عاقل، سيڪنڊري تعليم سکر جي ڊي. سي هاءِ اسڪول مان ۽ انٽر ۽ بي.اي جي تعليم شڪارپور جي مشهور سي.اينڊ.ايس ڪاليج مان حاصل ڪيائين. جڏهن تہ 1958ع ڌاري سنڌ يونيورسٽيءَ ڄامشوري مان ايم. اي ڪيائين.



جتي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي رهنمائي ۾ ساڍا ٽي سؤ صفحن تي مشتمل هڪ ڪتاب جو ترجمو ”وهم“ جي عنوان سان ڪيائين، جيڪو سنڌالاجيءَ ۾ موجود آهي. 1970ع ڌاري سندس لکيل ڪتاب ”جديد سنڌي مضمون“ ڇپيو ۽ هڪ رياضيءَ جو ترتيب ڏنل ڪتاب پڻ شايع ٿيس. شڪارپور ۾ پڙهڻ دوران هو مرحوم لطف الله بدويءَ کي پنهنجو آئيڊيل استاد چوندو هو. انورالدين شيخ پنهنجي عملي زندگيءَ جو آغاز بہ استاد جي حيثيت سان ڪيو. 1960ع ۾ هيڊ ماستر طور ذميواريون سنڀاليائين. چڪ، مدئجي، ڳڙهي ياسين، پيلار ۽ پني عاقل ۾ هيڊ ماستري دوران پنهنجي اسڪولن ۽ تعليمي نظام جي ترقيءَ لاءِ پاڻ پتوڙيو. بعد ۾ سرڪار طرفان کيس ان وقت قائم ڪيل تعليمي بورڊ سکر جو ڪنٽرولر مقرر ڪيو ويو. هو نهايت ايماندار ۽ سخت عملدار طور مشهور هو. ان بعد ڊائريڪٽوريٽ آف اسڪولس ايجوڪيشن حيدرآباد ۾ اسٽيٽيڪل آفيسر مقرر ٿيو. 1986ع ۾ هو رٽائر ٿيو. سن 1985ع ڌاري هن پنهنجي شهر ۾ تعليمي معيار جي سڌاري لاءِ ڪجهہ دوستن مرحوم عبدالڪريم شيخ، محمد نواز پتي، محمد پنجل مهيسر ۽ ٻين سان گڏجي ”مهراڻ ايجوڪيشنل سوسائٽي“ جو بنياد وڌائين. جنهن جو پاڻ سيڪريٽري هو. ان پليٽ فارم تان ”مهراڻ ماڊل اسڪول“ جو قيام عمل ۾ آيو. ان اسڪول کي مستحڪم ڪرڻ لاءِ سنڌ جي مختلف ماڻهن ۽ ادارن سان ملي سهڪار لاءِ محنت ڪئي. ان وقت هڪ هزار روپئي سان شروع ڪيل ان اسڪول، مرحوم انورالدين شيخ جي محنتن سان ترقي ڪئي، مهراڻ اسڪول اڄ بہ پني عاقل جي شهرت جو باعث آهي، جتي هزارين شاگرد تعليم پرائي چڪا آهن. جن مان ڪيترائي وڏا آفيسر، سياسي ۽ سماجي شخصيتون شامل آهن. هن وقت بہ ڪي.جي کان ڪاليج سطح جا پنج هزار کان وڌيڪ شاگرد هتي جديد سائنسي تعليم پرائي رهيا آهن. هتي سکر ضلعي کان علاوه شڪارپور، گهوٽڪي، خيرپور ۽ لاڙڪاڻي جا شاگرد بہ پڙهڻ اچن ٿا. شهيد محترمہ بينظير ڀٽو پنهنجي حڪومتن ۾ بہ پيرا هن تعليمي اداري جو دورو ڪيو ۽ 50 لک رپيا سهڪار طور ڏنا. هن اداري ۾ نياڻين لاءِ الڳ ڪلاس ۽ عورت ليڪچرر مقرر ڪيل آهن. 150 کان وڌيڪ قابل استاد هتي خدمتون سرانجام ڏيئي رهيا آهن. انورالدين شيخ ان سوسائٽي طرفان پني عاقل ۾ ميٽرنٽي هوم ۽ نرسنگ اسڪول بہ قائم ڪيو. اتر سنڌ ۾ اهڙي قسم جو سستو ۽ معياري

تعليمي ادارو قائم ڪرڻ ۾ ماڻهن ۾ علم جو شعور بيدار ڪندڙ انورالدين شيخ ڪڏهن به اصولن سان سودي بازي ڪونہ ڪئي. وقت ۽ نماز جو پابند رهيو، سادي زندگي گذاريائين. ڪيس پنج فرزند ۽ چار نياڻين جو اولاد ٿيو جن مان پروفيسر شمس الدين شيخ، سنڌ يونيورسٽيءَ جي زولاجي شعبي جو چيئرمين، جڏهن تہ ظهيرالدين شيخ بئنڪاريءَ سان وابستہ آهي. انورالدين شيخ 29 آڪٽوبر 2005ع تي رمضان جي مهيني ۾ وفات ڪري ويو. ڪيس پنهنجي عاقل جي "مائي جندو قبرستان" ۾ دفن ڪيو ويو.

**انور پيرزادو اڪيڊمي:** انور پيرزادو اڪيڊمي، نامور نقاد، صحافي، اديب ۽ شاعر انور پيرزادي جي ياد ۾ سندس فرزند زرار پيرزادي جي ڪوشش سان قائم ٿي آهي. هن اڪيڊميءَ هن وقت تائين 6 ڪتاب ڇپايا آهن. جن ۾ (1) متان وساريو (2007)، (2) پنائي (2007ع)، (3) ممبئي ياترا (پارت جو سفرنامو: 2008ع)، (4) سنڌ (2008ع)، مهين جو دڙو (2009ع) ۽ (6) جديد سنڌي ادب (جنوري 2010ع) شامل آهن. سڀئي ڪتاب انور پيرزادي اجي تحريرن تي مشتمل آهن. اها اڪيڊمي گلشن حديد ڪراچيءَ ۾ واقع آهي.

**انور جوکيو:** ڪهاڻيڪار علي انور جوکيو پهرين آڪٽوبر 1957ع تي لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيو. پاڻ سلو ليکڪ آهي. سندس تصنيفون مختلف ادبي رسالن ۾ شايع ٿينديون رهن ٿيون. سندس ڇپيل ڪتابن ۾: "پنهنجا پرين پراوا" (ڪهاڻيون 1994ع) ۽ "گرين هائوس" (ڪهاڻيون 1996ع) شامل آهن. هن مند وار "سنڌ" نالي رسالي جا ڇهہ پرچا پڻ شايع ڪيا. پاڻ حيدرآباد ۾ رهي ٿو.

**انور حسين صديقي:** ڊاڪٽر انور حسين صديقي 10 فيبروري 1938ع ۾ حيدرآباد ۾ پيدا ٿيو. هن 1961ع ۾ ڪراچي يونيورسٽيءَ مان پبلڪ ايڊمنسٽريشن ۾ ماسٽرس ڪئي ۽ 1966ع ۾ آمريڪا جي سائوٿرن ڪيليفورنيا مان پبلڪ ايڊمنسٽريشن ۾ پي.ايڇ.ڊي ڪيائين. 1961ع ۾ هن ڪراچي جي پبلڪ ايڊمنسٽريشن جي نيشنل انسٽيٽيوٽ ۾ بطور ريسرچ ايسوسيئيٽ جي حيثيت سان پنهنجي ڪيريئر جي شروعات ڪئي ۽ اتي ئي هو 74-1973 ۾ ان اداري جو ڊائريڪٽر ٿي ويو. 1975ع ۾ لاهور جي پاڪستان ايڊمنسٽريٽو اسٽاف ڪاليج ۾ ڊائريڪٽر ريسرچ ۽ اسٽڊيز جي حيثيت سان شامل ٿيو. جتي هو ترقيءَ جي مختلف تربيتي پروگرامن ۾ شامل ٿي ويو. ڊاڪٽر انور حسين 1982ع ۾ نائجيريا جي احمدو بيلو يونيورسٽي جي انسٽيٽيوٽ آف ايڊمنسٽريشن جو چيف صلاحڪار/ پروفيسر طور بہ پڻ ڪم ڪيو ۽ انسٽيٽيوٽ جي انيڪ پروگرامن، قانون، لوڪل گورنمينٽ، بزنس ايڊمنسٽريشن، پبلڪ ايڊمنسٽريشن جي ميدان ۾ ترقي ڏياري. 1986ع ۾ هي اسلامڪ لا اڪيڊمي، انٽرنيشنل اسلامڪ يونيورسٽي اسلام آباد جو وائيس پريزيڊنٽ ۽ ڊائريڪٽر جنرل مقرر ٿيو. جتي هن 1992ع تائين رهيو. 1992ع کان 1995ع تائين ڊاڪٽر انور حسين فيڊرل جوڊيشل اڪيڊمي ۽ قانون واري وزارت اسلام آباد جو ڊائريڪٽر جنرل رهيو. ڊيپوٽيشن وارو اهو عرصو پورو ڪرڻ کان پوءِ انٽرنيشنل اسلامڪ يونيورسٽي ۾ بطور وائيس پريزيڊنٽ ۽ انسٽيٽيوٽ آف اسلامڪ ايڪنامڪس جي ڊائريڪٽر جنرل جي حيثيت سان واپس موٽي آيو. جتي هن 1997ع جنوري تائين ڪم ڪيو. 1997ع فيبروري ۾ هي علامہ اقبال اوپن يونيورسٽي جو وائيس چانسلر بڻيو. ڊاڪٽر انور حسين صديقي ٻن ڪتابن جو مصنف بہ آهي ۽ هن جا 33 کان وڌيڪ مضمون قومي ۽ بين الاقوامي سطح تي ڇپجي چڪا آهن. ڊاڪٽر انور حسين ڪيترن ئي تربيتي پروگرامن ۾ حصو ورتو توڙي قومي ۽ بين الاقوامي سيمينارن ۽ ڪانفرنسن ۾ شرڪت ڪئي. هي ڪيترن ئي قومي ۽ بين الاقوامي تنظيمن ۽ پروفيشن باڊيز جو ميمبر پڻ رهيو آهي. ڊاڪٽر انور حسين پبلڪ ايڊمنسٽريشن، اقتصاديات ۽ مئنيجمينٽ جي شعبن جو ماهر سمجهيو وڃي ٿو.

**انور سائينءَ جو رسالو:** شاعريءَ جو هي مجموعو "انور سائين جو رسالو" درگاهہ جهانپور شريف گهوٽڪيءَ جي سجاده نشين صوفي سيد انور علي شاهہ جي ڪلام تي مبني آهي. جيڪو 2007ع ۾ درگاهہ عاليہ جهانپور شريف پاران ڇپائي پڌرو ڪيو ويو آهي. هن رسالي ۾ موجود شاعريءَ جو اڌ حصو اڳ ۾ "ديوان انور" نالي سان 2000ع ۾ ڇپيو هو. ان ڪانسواءِ درگاهہ جي فقيرن ۽ ٻين هنڌان مليل ڪلام کي گڏ ڪري "انور سائينءَ جي رسالي" جي صورت ۾ ڇپايو ويو آهي. هن ۾ انور سائين جو مڪمل ڪلام شامل ڪيل آهي. هيءُ رسالو فقير سيد عبادت علي شاهہ سهيڙيو آهي ۽ رسالي جا نگران فقير سيد سخاوت علي شاهہ (هاڻوڪو سجاده نشين) سيد منور علي، سيد تصور علي، سيد عبادت علي، سيد بشارت علي ۽ فقير سيد قدير حسين شاهہ آهن. جڏهن تہ نظر ثاني فقير سيد حضور بخش شاهہ، فقير سيد سخاوت علي شاهہ، سيد عبادت علي شاهہ، پروفيسر عبدالمجيد سنڌي ۽ فقير استاد بشير احمد سومري ڪئي آهي. رسالي ۾ سندن سنڌي، سرائيڪي ۽ اردو ڪلام شامل آهي. ڪلام جو پيش لفظ فقير سيد عباد علي شاهہ لکيو آهي، جنهن ۾ فقير انور سائينءَ جي حسب نسب جي تفصيلي طور ڄاڻ ڏني وئي آهي. پڪي جلد ۾ ڇپيل هن ڪتاب ۾ فقير انور سائين ۽ ٻين سجاده نشينن جون چئن صفحن تي رنگين تصويرون بہ ڏنل آهن. ڊيمي سائيز ۾ ڇپيل هن رسالي جي قيمت هديو 150 روپيہ آهي.




**انور سيال:** مشهور صحافي انور سيال 4 جنوري 1947ع تي ڳوٺ سيد حاجي ابراهيم شاهہ (ويجهو ٻچيري ريلوي اسٽيشن) ۾ محمد بخش سيال جي گهر ۾ جنم ورتو. پرائمري تعليم ڳوٺ جي اسڪول ۾ حاصل ڪرڻ کانپوءِ، وڌيڪ تعليم لاءِ نواب شاهہ آيو جتي ڊي. سي هاءِ اسڪول نوابشاهہ ۾، ايڇ. ايم خواجا صاحب جي رهنمائيءَ ۾ تعليم حاصل ڪيائين. گريجوئيشن سچل سرمست ڪاليج، نواب شاهہ مان ڪيائين. هن جمهوريت جي بحالي ۽ ون يونٽ خلاف تحريڪن ۾ ڀرپور حصو ورتو. نواب شاهہ ۾ 'هلال پاڪستان' جو نمائندو رهيو ۽ بعد ۾ ان ئي اخبار جي ڪراچي آفيس ۾ سب ايڊيٽر طور ڪم ڪيائين. ان کانپوءِ روزاني 'آفتاب' حيدرآباد ۾ سينئر سب ايڊيٽر طور ڪم ڪيائين. شروعاتي دور ۾ هن ڪيترائي مضمون لکيا.



سال 1978ع ۾ فوجي ڊڪٽيٽر جنرل ضياءِ الحق خلاف سڄي ملڪ ۾ تحريڪ هلي، جنهن ۾ صحافين بہ ڀرپور حصو ورتو ۽ ان تحريڪ دوران انور سيال سميت پنجن صحافين کي گرفتار ڪري ڪين ڦٽڪا هنيا ويا هئا. انهيءَ تحريڪ کي زنده رکڻ لاءِ، تحريڪ جي اڳواڻن جي چوڻ تي، پس منظر ۾ رهي، وڏي جدوجهد ڪيائين.

انور سيال، حيدرآباد پريس ڪلب جو سينئر ميمبر آهي ۽ هن وقت ريٽائرڊ زندگي گذاري رهيو آهي.

**انور ضياءُ عباسي:** انور ضياءُ عباسيءَ ميهڙ ۾ 1952ع ڌاري جنم ورتو. متحرڪ سياسي ورڪر به رهيو. هو شاعر ۽ نثر نگار طور جاتو سڃاتو وڃي ٿو. سندس شعري مجموعو ”پنيٽ پنيٽ شعلا شعلا“، ”ڪلهوڙا ۽ سنڌ“ (ٻه جلد)، ڪهاڻين جو مجموعو ”ٻاٽ ۾ لاٽ“ ۽ ڊرامو ”روپلو ڪولهي“ تمام گهڻو مشهور ٿيا. مخدوم بلاول پبليڪيشن به قائم ڪيائين. جنهن پاران دل جو ديوتا، ماءُ جي محبت ۽ تاريخ ڪنهن کي معاف نه ڪندي ۽ ٻيا ڪتاب ڇپرايائين. 6 مارچ 2001ع تي لاڏاڻو ڪيائين. 10 مجموعن کان وڌيڪ قلمي مواد سندس پونيرن وٽ محفوظ آهي.

**انور قنبراڻي:** مشهور ڪئسٽي شاعر علي انور ولد ميوو خان قنبراڻي سال 1963ع ۾ قلوءَ جي ڳوٺ تعلقي جوهي/ ڪاڇي (ضلعي دادوءَ) ۾ ڄائو. 1967ع ۾ ڳوٺ جي پرائمري اسڪول مان پنج درجا پاس ڪري ٻني ٻاري جي ڪم ڪي وڃي لڳو. 20 سالن جي عمر ۾ ڳوٺ ڇڏي دادو شهر لڏي آيو. ابتدا ۾ استاد بخاريءَ کان شاعريءَ جي اصلاح ورتائين. انور قنبراڻي محبت ۽ وڇوڙي بابت تمام گهڻي شاعري ڪئي آهي ۽ سنڌ ۾ ڪئسٽ جو مشهور شاعر آهي. سندس منظور سخيراڻيءَ جو ڳايل ڪلام ”ڪو نه ٻچسان، درد تيڏي وچ رو رو دم ڏيسان“ کان ڪافي مشهور ٿيو هن جي شاعري منظور سخيراڻي، جلال چانڊيي، الهداد زرداري، سرمد سنڌي ۽ ٻين فنڪارن وڏي تعداد ۾ ڳائي آهي. هن جي ڪلامن جون 200 کان مٿي ڪيسٽون نڪري چڪيون آهن. هن وقت مختلف پرائيويٽ چينلن تي فري لانسر آهي. سنگيت جا شو ڪندو آهي. سندس رهائش دادو شهر ۾ آهي.



**انيس الدين پٽي:** پروفيسر ڊاڪٽر انيس الدين پٽي 1957ع ڌاري سکر ۾ جنم ورتو. سندس وڏن جو تعلق اروڙ سان رهيو آهي، ناليواري اديب رشيد پٽي مرحوم سان ويجهڙائي رهيس، جو سندس ويجهو مائٽ هو. ڊاڪٽر انيس الدين، انٽر تائين تعليم سکر ۾ حاصل ڪئي. ايم. بي. بي. ايس جي ڊگري 1983 ۾ سنڌ ميڊيڪل ڪاليج ڪراچيءَ مان حاصل ڪيائين.



1992ع ۾ هن آرٿوپيڊڪ سرجريءَ ۾ ايف سي پي ايس ڪئي. هن سنگاپور جرمني ۽ انگلينڊ مان فيلو شپ حاصل ڪيائين. پاڻ مختلف ذميواريون نڀائي رهيو آهي. جن ۾ پروفيسر آرٿوپيڊڪ ۽ ٽراما سينٽر جناح اسپتال ڪراچي: چيئرمئن پيڊياٽرڪ آرٿوپيڊڪ فورم پاڪستان، وائيس پريزيڊنٽ آرٿو پيڊڪ ايسوسيئيشن آف سارڪ (SAARC) جڏهن ته هو پاڪستان آرٿوپيڊڪ ائسوسيئيشن جو جنرل سيڪريٽري ۽ وائيس پريزيڊنٽ پڻ رهيو آهي. پروفيسر انيس الدين پٽيءَ آرٿوپيڊڪ سرجريءَ جي مختلف عنوانن تي ڪيترائي تحقيقي مضمون لکي ٻاهرين ملڪن ۾ ڇپايا آهن. پاڻ ٽن ڪتابن جو ليکڪ به آهي.

1- History of JPMC, Karachi "JPMC a National Pride".

2- Archives of Orthopedic Surgery JPMC

3- Manual of Operation Theater Management

ڊاڪٽر انيس پٽيءَ ملڪ جي ڪيترن ئي هڏين جي ڊاڪٽرن جي تربيت ۽ رهنمائي به ڪئي آهي ۽ ڪيترائي ڪامياب آپريشن به ڪيا اٿس. پاڻ ڪراچيءَ سان گڏ سکر ۾ به مريضن جي علاج لاءِ وقت ڏئي ٿو.

**انيس انصاري۔ فن ۽ شخصيت** (ڪتاب): هي نامور محقق ۽ سياح اشتياق انصاريءَ جو پنهنجي والد انيس انصاريءَ جي سوانح ۽ ادبي خدمتن تي ايم.اي سنڌيءَ جو مونوگراف آهي، جيڪو ڪويتا پبليڪيشن حيدرآباد اپريل 2008ع ۾ ڪتابي صورت ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ انيس انصاريءَ جي شخصيت ۽ ادبي پورهئي تي تفصيلي روشني وڌي وئي آهي.




انيس انصاريءَ ڀرپور زندگي گذاري آهي. هو سماج سڌارڪ، موسيقيءَ جو ڄاڻو ۽ مهمان نواز شخص هو. اشتياق انصاريءَ پنهنجي والد جي مصروفيتن ۽ مشغولين جي ذڪر سان گڏ انيس انصاريءَ جي همعصر، اديبن جي راين خاندان جي علم ۽ ادب جي تفصيل ڇپيل مواد جي فهرست ۽ سنڌس افسانہ نگاريءَ جي مختلف دورن تي تفصيل سان لکيو آهي. پڪي جلد سان 224 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 200 روپيا آهي.




**انيس جا افسانا** (ڪتاب): هي ڪتاب انيس انصاريءَ جي افسانن جو مجموعو آهي. جنهن ۾ هن جا 32 افسانا لکيل آهن. هن ڪتاب جو مهاڳ مشهور اديب ۽ آرڪيالاجسٽ ڪليم لاشاريءَ لکيو آهي. هي ڪتاب 221 صفحن تي مشتمل آهي. جيڪو مهراڻ پبلشرز ڪراچيءَ ڇپرائي پڌرو ڪيو آهي. ان جي قيمت 160 روپيا آهي.

**اڇاتل شهر جو نقشو** (ڪتاب): هي ناميارِي ڪهاڻيڪاره ۽ ڪالم نگا شبنم گل جي ڪهاڻين جو مجموعو آهي، جنهن ۾ ڪل ٻارنهن ڪهاڻيون شامل آهن. جن جو وچور هن ريت آهي: (1) خوشبوءِ جو موت، (2) ساحلن جي هوا، (3) خالي رستي جو ڏک، (4) وڃائجي ويل پَل، (5) اڇاتل شهر جو نقشو، (6) لڙاٽيل شام، (7) ليڪ، اکيون ۽ انتظار، (8) سيڪنڊ چوائس، (9) لهنڊڙ سج جو منظر، (10) ساحل جي تمنا، (11) رُڃ ۾ گلاب ۽ (12) ڪوتا ڪهاڻي. ڪتاب بابت ولي رام ولڀ جا تاثر شامل آهن. ليکڪا ڪتاب جي ارپنا پنهنجي والد محترم ڊاڪٽر بشير احمد لاشاريءَ جي نالي ڪئي آهي. 204 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو، ڊسمبر 1995ع ۾، نيوفيلڊس حيدرآباد پڌرو ڪيو. ڪتاب جي قيمت ڪچي جلد ۾ 70 ۽ پڪي جلد ۾ 95 روپيا ڄاڻايل آهي.



**اوباما، بارڪ:** آمريڪا جي 44 هين صدر جي حيثيت سان قسم کڻندڙ ڪاري نسل وارو نئون چونڊيل صدر بارڪ حسين اوباما 4 آگسٽ 1961ع تي آمريڪي رياست 'هوائي' (Hawaii) ۾ پيدا ٿيو. سندس والد جو واسطو ڪينيا سان هو. ٻن سالن جي عمر ۾ سندس والدين ۾ علحدگي ٿي وئي، جنهن ڪانپوءِ سندس ماءُ ٻي شادي ڪري انڊونيشيا منتقل ٿي وئي، جتي بارڪ اوباما جڪارتا ۾ ابتدائي تعليم حاصل ڪئي. بارڪ اوباما 1996ع ۾ آمريڪي رياست ايلي نائي (Illinois) جو اسيمبلي ميمبر چونڊجي پنهنجي سياسي ڪيريئر جي شروعات ڪئي.



هو 10 سالن جي عمر ۾ هڪ ڀيرو ٻيهر آمريڪا ۾ پنهنجي ناناڻي گهر منتقل ٿيو جتي هن هارورڊ اسڪول مان 1979ع ۾ گريجوئيشن ڪئي. اعليٰ تعليم لاءِ بارڪ اوباما نيويارڪ منتقل ٿي ويو ۽ ڪولمبيا يونيورسٽيءَ مان 1983ع ۾ سياست جي ڊگري حاصل ڪئي. نيويارڪ ۾ 16 سال رهڻ ڪانپوءِ بارڪ اوباما شڪاگو هليو ويو. جتي هن پنهنجي عملي زندگيءَ جي شروعات ڪئي. بارڪ اوباما ۽ مشل رانسن جي 1979ع ۾، شڪاگو ۾ ملاقات ٿي ۽ ٻنهي 03 نومبر 1992ع ۾ شادي ڪئي. بارڪ حسين اوباما ٻن ڌيئرن 10 ورهين جي ماليا ۽ 07 سالن جي نتاشا جو پيءُ آهي. بارڪ اوباما ٻن ڪتابن جو ليکڪ به آهي. جنوري 2003ع ۾ هو ايلي نائي اسيمبليءَ جي هيلٿ اينڊ هيومن سورسز سوسائٽيءَ جو چيئرمئن چونڊجي آيو. 2004ع ۾ بوسٽن ۾ بارڪ اوباما ڊيموڪريٽڪ جي قومي ڪنوينشن ۾ اهم خطاب ڪيو ۽ بش انتظاميه تي جتي تنقيد ڪئي. ان خطاب تي اوباما کي ڀرپور موٽ ملي ۽ هو سڄي آمريڪا ۾ مشهور ٿي ويو. هن آمريڪي سينيٽ جي قانون سازيءَ ۾ پڻ اهم ڪردار ادا ڪيو. هن 10 فيبروري 2007ع تي آمريڪا جي صدارتي چونڊون وڙهڻ جو اعلان ڪيو. هن اڳ ۾ ڊيموڪريٽڪ پارٽي طرفان نامزدگيءَ لاءِ پنهنجي مخالف هيلري ڪلنٽن کي سخت مقابلي ڪانپوءِ شڪست ڏئي مخالفن کي حيران ڪري ڇڏيو. جنهن ڪانپوءِ صدارتي چونڊن ۾ پنهنجي مخالف ريپبلڪن اميدوار جان مڪين کي شڪست ڏئي ۽ آمريڪا جو 44 هون صدر چونڊجي ويو.

**اونيئڙو/ اونار:** هيءَ ننڍڙي مڇي، سنڌوءَ ۾ گهٽي تعداد ۾ ٿيندي آهي. ننڍڙن چلرن واري هن مڇيءَ جو قد اڌ انچ کان ٻن انچن جي ويڪر ۽ ٻن انچن کان وڌ ۾ وڌ ڇهن انچن جي ڊيگهه جيترو هوندو آهي. هيءَ مڇي پاٽيپٽري، يعني پلي وانگر هوندي آهي، هن جي سسي يا ڳل ڪجهه وڏا هوندا آهن ۽ اکيون پڻ وڏيون ٿين. اونيئڙي جا ڪجهه ٻيا قسم به هوندا آهن، جن ۾ ٿوري گهٽي ڊيگهه ويڪر جو فرق هوندو آهي. ڪي ڳول "موراڪيءَ" جهڙا ٿيندا آهن. اڪثر پٽيندل وارن واراياسين ڪنارن تي رهڻ پسند ڪندي آهي، جتي سنڌس ساٿي ڪٽيس، ڦاپٽا، پليئڙا ۽ ٻيون ننڍڙيون ڪُرڙيون هونديون آهن.

**اوپيرا (Opera):** ناٽڪ جو هڪ قسم، جنهن ۾ موسيقيءَ جو عنصر گهڻو شامل هوندو آهي. اوپيرا ۾ سڄو متن ۽ گفتگوءَ جو ڪجھ حصو سازن جي ميلاپ سان ادا ڪيو ويندو آهي. سڀ کان اڳ ۾ اٽالين اوپيرا، جنهن جي شروعات 16 هين صدي عيسويءَ کان ٿي ۽ رڳو يوناني ۽ لاطيني لوڪ ڪهاڻين کي اوپيرا لاءِ چونڊيو ويندو هو ۽ سيني سُريلن ايڪٽرن کي پنهنجا جوهر ڏيکارڻ جو موقعو ڏنو ويندو هو. موجوده اوپيرا 16هين ۽ 17هين عيسوي جي عڪاسي ڪري ٿو. اهو يورپ جي نئين جاڳرتا/ نشاة ثانيه (Reuaissances) جو دَور هو جنهن ۾ ماڻهو ڀرپور ڌاري. ڳوٺن ۽ شهرن ۾ سازن ۽ پنهنجي آوازن سان ماڻهن کي وندرائيندا هئا. انهيءَ زماني جو انگريزي ٻوليءَ جو اوپيرا (The beggar Opera)، جرمني ٻوليءَ جو Sings Piel، فرينچ ٻوليءَ جو Yaudeville وغيره ماڻهن کي وڻندا هئا. ان ڪانپوءِ خاص طور تي انگريزيءَ ۾ جيڪي اوپيرا لکيا ويا، تن ۾ گفتگوءَ کان وڌيڪ سازن جي ڏن ذريعي مطلب ادا ڪرڻ کي وڌيڪ اهميت حاصل هوندي هئي.

اوپيرا ۾ عشق ۽ محبت جي داستانن کي سُريلي گفتگو جي انداز ۾ آرڪيسٽرا جي ڌن سان پيش ڪيو ويندو هو ان کان پوءِ بئليٽ ناچ کي پڻ اوپيرا جو هڪ حصو بڻايو ويو. چاڪاڻ جو بئليٽ ناچ پڻ يورپ ۾ مشهور ٿيو هو. بئليٽ ناچ جي ڪري، اوپيرا ۾ ڪهاڻيءَ جو تسلسل برقرار رکي نه سگهبو هو. ان ڪانسواءِ اداڪارن جا تاثرات به مڪالمن مطابق قائم رکي نه سگهبا هئا. اٽلي، روس ۽ فرانس ۾ مشهور اوپيرا نويس پيدا ٿيا. پر انهيءَ زماني جي اوپيرا هائوسن ۽ موجوده وقت جي اوپيرا هائوسن ۾ وڏو فرق اچي



ويو آهي. برطانيه ۾ به وقفي وقفي سان پيش ڪيل ڪجهه اوپيرا ناٽڪن کان سواءِ ٻيا وڌيڪ مقبول ٿي نه سگهيا.

دنيا جي ڪيترن ئي شهرن ۾ وڏا وڏا ۽ خوبصورت اوپيرا هائوس موجود آهن. پر آسٽريليا جي شهر سڊنيءَ ۾ ٺهيل، گرانڊ اوپيرا هائوس جيڪو 1973ع ۾ جڙي راس ٿيو ان کي به دنيا جي جديد عجائبات ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو هن اوپيرا هائوس کي ٽن پاسن کان سامونڊي پاڻي وڪوڙيو بيٺو آهي يا ائين ڪٺي چئجي ته هڪڙي ننڍي اُپ ٻيٽ تي اڏيل اهو اوپيرا هائوس، بلڪل ان جاءِ تي آهي، جتي 1788ع ۾ برطانوي آبادڪار پهريون دفعو اچي لٿا هئا. انهيءَ اوپيرا هائوس جو نقشو ڊينمارڪ جي انجينئر جورين اٽزان (Joern Utzon) سن 1957ع ۾ تيار ڪيو هو. هي اوپيرا هائوس ٽن وڏن هالن تي مشتمل آهي ۽ اٽڪل پنجن ايڪڙن جي ايراضي تي پکڙيل آهي.

**اورنگزيب پٽي:** ليکڪ ۽ شاعر اورنگزيب پٽي 5 آڪٽوبر 1963ع تي ٽنڊي غلام حيدر، ضلعي ٽنڊو محمد خان ۾ پيدا ٿيو تعليم انٽر اٽس، پنگريو شگر مل ۾ پي. آر. او آهي. سنو ليکڪ ۽ ڪمپيئر آهي. سنڌس ڪيترائي مضمون ۽ شعر شايع ٿيل آهن. سندس ڇپيل ڪتابن ۾: "آڙنگ منجهه عشاق" (شاعري: 1993ع)، "نواز شريف ۽ سنڌ" (1996ع)، "هڪڙو پيارو ماڻهو" (1998ع)، "ڌرتيءَ جون دانهون" (شاعري: 2004ع) شامل آهن.

**اوشوءَ جي آتم ڪهاڻي** (ڪِتاب): هي ڪتاب ناميار مفڪر گرو رجنيش اوشوءَ جي آتم ڪهاڻي (Glimpses of a Golden Childhood) جو سنڌي ترجمو آهي. جيڪو نوجوان ليکڪ فياض لطيف ڪيو. ڪتاب ۾ ناشر جي نوٽ ۽ ويچارن سان گڏ سوامي ديواپيننڊ جو مهاڳ به ڏنل آهي ۽ رجنيش اوشوءَ جون ڪجهه تصويرون پڻ ڇپيل آهن. هي ڪتاب جولاءِ 2003ع ۾ ”موهن جو دڙو پبلشنگ ايجنسي“ لاڙڪاڻي طرفان شايع ٿيو. ڊيمي سائيز جي 229 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 150 روپيا آهي.




**اوشيانا** (Oceania): پئسفڪ ۽ ان سان لاڳاپيل ننڍن سمنڊن ۾ ٻيٽن جي مجموعي جو نالو. موجوده وقت ۾ هن اصطلاح جي معنيٰ ۾ ڪافي وسعت آندي وئي آهي. بهرحال، ملڪن جي هن مجموعي ۾ آسٽريليا کان سواءِ، نيوزيلينڊ، فجي، ٽوگو، پاپيوگني، ناؤرو (Nauru) ۽ سموئا وغيره شامل آهن.

**اولڙو** (Reflection): عڪس يا پردو. ان ڪي روشنيءَ جي موٽ (Reflection) به چئبو آهي. جيئن ته روشني سڌي ليڪ ۾ حرڪت ڪري ٿي، تنهنڪري غير شفاف (Non-Luminious) جسمن تي روشنيءَ جا ڪرڻا پوڻ سان، اهي سمورا يا ڪجهه موٽ ڪائيندا آهن. پر جيڪي شيون لسيون ۽ وڌيڪ چمڪدار ٿينديون آهن، سي روشنيءَ جي ڪرڻن کي وڌيڪ نمايان ۾ سُٺيءَ طرح واپس ڪنديون آهن. جيئن آئينو يا ڪنهن بي شيءِ جي لسي سطح ۽ پالش ٿيل سطح. اهڙي قسم جي اولڙي کي روشنيءَ جي باقاعدي موٽ (Regular Reflection) چئبو آهي. جڏهن اسين ڪو آئينو سج طرف جهليندا آهيون ته اس موٽ ڪائيندي آهي ۽ پوءِ آئيني جو رُخ جنهن طرف به ڦيرائيندا آهيون، اولڙو به انهيءَ طرف ٿي رخ ڪندو آهي. آئيني وارو اولڙو ايترو ته چِٽو هوندو آهي، جو جيڪڏهن اهو ماڻهن جي اکين تي پوي، ته يڪدم اکيون پورجي وينديون اٿس. جهڙي ريت سج طرف اکيون ڪٽي نه سگهبيون آهن. روشنيءَ جي موٽ جا قاعده مشهور سائنسدان ابن الهيشم (Ibn-ul-Hasham) معلوم ڪيا.

**اونده ۾ رڪيل آئينو** (ڪتاب): هي ڪتاب نوجوان ڪهاڻيڪار لياقت رضويءَ جي ڪهاڻين جو آهي. جنهن ۾ سندس 35 ڪهاڻيون شامل آهن. ڪتاب جو مهاڳ ناليواري ليکڪ عبدالقادر جوڻيجي لکيو آهي ۽ ڪتاب جي بيڪ ٽائيٽل تي ناميار ڪهاڻيڪار مظهرالسلام جا ويچار ڏنل آهن. پڪي جلد سان ڊيمي سائيز جي ڪتاب جو پهريون ڇاپو روشني پبليڪيشن ڪنڊياري سال 2009ع ۾ شايع ڪيو. ڪتاب جا 176 صفحا ۽ قيمت 180 روپيا آهي.




**اونده ۾ لاٽ** (ڪتاب): هي ڪتاب شيخ عبدالحليم جوش جي شاعريءَ تي مشتمل آهي، جنهن ۾ حمد، نعت، غزل، نظم ۽ گيت، ٻارن لاءِ گيت ۽ چوسٽا شامل آهن. ڪتاب جو مهاڳ نامور شاعر امداد حسيني لکيو آهي، جڏهن ته پروفيسر ڊاڪٽر اياز حسين قادري، تاج بلوچ جا تاثر به شامل آهن. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 2009ع ۾ شيخ عبدالحليم جوش پاڻ سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچيءَ جي سهڪار سان شايع ڪيو. پڪي جلد سان 120 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 100 رپيا آهي.




**اهروي، عبدالمجيد ”ماجد“**: عبدالمجيد ”ماجد“ پٽ فقير خاصخيلي (خليفو) 9 ذوالحج 1320هه/1915ع ۾ ڳوٺ صوفي فقير تعلقي عمرڪوٽ ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ حاصل ڪرڻ کانپوءِ انگريزيءَ جي تعليم وٺڻ لاءِ سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ ۾ داخل ٿيو. جتي حڪيم فتح محمد سيوهاڻي ۽ مرحوم قاضي عبدالقيوم جي صحبت ۾ طب سکڻ لڳو. گهرو مجبورين سبب انگريزيءَ جا ٽي درجا پڙهڻ کانپوءِ تعليم اڌ ۾ ڇڏي ڳوٺ آيو ۽ پنهنجي گهر جو ڪاروبار هلائڻ لڳو. ساڳي وقت ولهيت جي مدرسي ۾ مولوي عبدالڪريم ساند وٽ عربي ۽ فارسيءَ جي ڪجهه تعليم حاصل ڪيائين. اڳتي هلي طب جو ڌنڌو اختيار ڪيائين. طب سان گڏوگڏ ڳوٺ ۾ ٻارن کي ديني تعليم به ڏيندو هو ۽ آخر وقت تائين ڳوٺ جي جامع مسجد جو پيش امام رهيو. سندس وڏا صوفي صادق فقير سومري جا مجاور هئا. تنهنڪري والد جي وفات کانپوءِ پاڻ به درگاهه جو مجاور ٿي رهيو. عبدالمجيد اهروي 1995ع ۾ پنهنجي ڳوٺ ۾ وفات ڪئي. سندس آخري آرامگاهه صوفي صادق فقير جي مقام ۾ آهي.

عبدالمجيد کي شاعري ورثي ۾ ملي. شاعريءَ جي شروعات ننڍپڻ ۾ ئي هاريءَ جي شان ۾ لکيل هڪ شعر سان ڪيائين. ننڍپڻ ۾ لکيل سندس واقعاتي شعر جيڪڏهن پڙهي ڏسبا ته ڏاڍا دلچسپ لڳندا. 1952ع کان باقاعدي شاعري ۾ ”ماجد“ تخلص اختيار ڪيائين. سندس ڳوٺ جنهن هنڌ آهي، انهيءَ ديهه جو نالو ”اَهر“ آهي. انهيءَ نسبت سان ”اَهروي“ ڄاڻڻ ۾ لڪڻ لڳو. صوفي قلندر بخش شهيد، محمد فقير ڪنياڻ ۽ رڪيل شاهه ياڳناڙيءَ وارو سندس صحبتي هئا. عبدالمجيد ”ماجد“ بزم ادب، صوفي فقير جو آخر تائين جنرل سيڪريٽري رهيو. سندس ڪلام ڏوهيڙن، بيتن، ڪافين، نظمن، غزلن، مداحن، ٽيهه اکرين، مناظرن، ٽيهين ڏينهن وغيره تي مشتمل آهي. سندس شاعريءَ جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته سندس ڪلام نصيحت آميز عشق محبت جي ذڪر سان ڀرپور آهي. سندس شاعريءَ ۾ فني پختگي به آهي. ڪلام جي ٻولي سادي ۽ سلوڻي آهي. سندس ڪيترائي نظم ۽ قطعا تاريخي حيثيت رکن ٿا.

**ائٽلانٽڪ سمنڊ**: دنيا جي وڏن سمنڊن مان هڪ جو نالو ائٽلانٽڪ سمنڊ آهي، جنهن کي عربي ۾ ”بحر اوقيانوس“ سڏيو وڃي ٿو هي پئسفڪ وڏي سمنڊ کانپوءِ دنيا جو ٻيو نمبر وڏو سمنڊ آهي. هن جي پکيڙ 31,830,000 ڪروڙ چورس ميل (166,240,000 چورس ڪلوميٽر) آهي. ان ۾ هن سان لاڳاپيل ٻين سمنڊن جي پکيڙ به شامل آهي. ڌرتيءَ جي 1/5 حصي تي اهو سمنڊ پکڙيل آهي. جڏهن ته دنيا ۾ ساموندي ايراضيءَ جي لحاظ کان اٽڪل 23.9 سيڪڙو ايراضي والاري ٿو هن سمنڊ جي وڌ ۾ وڌ ويڪر 8 هزار ڪلوميٽر آهي. جڏهن ته ننڍي ۾ ننڍي ويڪر جيڪا برازيل ۽

آفريڪا کنڊ جي وچ ۾ آهي، سا 2700 ڪلوميٽر اٿس. اتر ۽ ڏکڻ قطب تائين هن سمنڊ جي ڊيگهه 15 هزار ڪلوميٽر آهي. هن سمنڊ تي ائٽلانٽڪ نالو آفريڪا کنڊ جي اتر-اولهه واري ائٽلس (Atlas) جبل سبب پيو. جيڪو ائٽلانٽڪ وڏي سمنڊ سان لاڳاپيل اوير ۾ آهي. جڏهن تہ بيفن اُپسمنڊ (Baffin Bay)، هڊسن اُپسمنڊ، سينٽ لارينس نار (Lawrence St. Gulf)، ميڪسيڪو نار ۽ ڪيريبين سمنڊ اولهه ۾ اٿس. خط استوا وسيلي، هي ۽ سمنڊ ٻن مکيہ ڀاڱن يعني اتر ائٽلانٽڪ ۽ ڏکڻ ائٽلانٽڪ ۾ ورهائجي ٿو.




ائٽلانٽڪ سمنڊ جي وڌ ۾ وڌ گهرائي، پورٽيروڪو ٽرينچ (Puerto Rico Trench) وٽ آهي. جيڪا 30,249 فوٽ ٿئي ٿي. هي ۽ سمنڊ اوير ۾ آفريڪا ۽ يورپ کنڊ ۽ اولهه ۾ ڏکڻ ۽ اتر آمريڪا کنڊن تائين پکڙيل آهي. هن سمنڊ کي دنيا جي سيني سمنڊن ۾ وڏي اهميت حاصل آهي. هن سمنڊ ۽ ساڻس لاڳاپيل ننڍن ننڍن سمُنڊن تي دنيا جا وڏا وڏا تجارتي بندرگاهہ موجود آهن. اهي سيئي بندرگاهہ هن سمنڊ وسيلي هڪٻئي سان واپاري ناتن ۾ جڪڙيل آهن. هن سمنڊ ۾ دنيا جا وڏا وڏا ٽڏا ۽ ڪوسا وهڪرا پيدا ٿيندا رهندا آهن، جن جو دنيا جي اڪثر ملڪن جي آبهوا تي اثر پوندو آهي.

**ائنا اخمتووا:** ائنا اخمتووا، جديد روسي شاعره هئي. هوءَ خاموش مزاج عورت هئي، سندس آتم ڪهاڻيءَ جو ٿورو احوال سندس شاعريءَ مان ظاهر آهي. اخمتووا ڪاري سمنڊ جي پرسان هڪ ڳوٺ اوڊيسا ۾ پيدا ٿي هئي، جيتوڻيڪ هن جي زندگي ۽ شاعري پيٽرسبرگ سان وابستہ آهي. هن زارسڪوف سيلو (زار جي ڳوٺ) ۾ پنهنجي زندگيءَ جا 16 سال گذاريا. اهو ڳوٺ پيٽرسبرگ جي ويجهو آهي. 1944ع ۾ جڏهن جنگ کان پوءِ هوءَ لينن گراڊ موٽي وئي، تہ پنهنجي آتم ڪهاڻيءَ ۾ هن لکيو تہ 1890ع ۾ جڏهن هوءَ ٻار هئي تہ اتان جا ساوا ۽ گهميل خوبصورت باغيچا ۽ واڙا، جتي هوءَ پنهنجي ٻڪريءَ کي گهلي ويندي هئي ۽ پراڻي ريلوي اسٽيشن اهي سڀ ڪيس ياد ايندا هئا.



1907ع ۾ هن ڪيف ۾ تعليم ورتي ۽ 1910ع ۾ نڪولائي گوميلاف سان شادي ڪيائين، جو روسي شاعريءَ ۾ انقلاب کان اڳ هڪ رنگين مزاج شخصيت هو. هو پهريون شاعر هو جنهن غير مغربي ملڪن مان نوان موضوع پنهنجي شاعريءَ ۾ آندا هئا. هن آفريڪا جي ملڪن، خاص ڪري ائبيسينيا (حبش) جو سفر ڪيو ۽ اتان جون ڪيئي ڪهاڻيون ۽ خيال پنهنجي تحرير ۾ آندا. پر ان ۾ مذهبي دهشت ۽ خوشيءَ ۾ غم سان بي پرواهيءَ جو عقيدو هو جنهن هن جي شاعريءَ کي منظر نگاريءَ کان مٿي ڪري بيهاريو هو. اخمتووا هن سان شاديءَ ۾ خوش نہ هئي ۽ اهڙو ذڪر هن ڪيترن ئي هنڌن تي ڪيو آهي. هن پهريون پيرو اولهہ يورپ، گوميلاف سان پنهنجي هَني مون تي ڏٺو جو هنن پئرس ۾ ملهايو ۽ جڏهن هوءَ بيهر 1911ع ۾ وئي. هوءَ مصور موڊليانيءَ سان ملي، جڏهن اجا هو مفلس هو ۽ ڪيس ايتري مجتا نہ ملي هئي ۽ هن جي موجودگيءَ ۾ فرينچ شاعر ورلين کي پنهنجا ڪيئي نظم ٻڌايائين. موڊليانيءَ هن جون ڪيئي تصويرون ڪڍيون، جن مان هڪ بچي وئي، جا پڇاڙيءَ تائين هن جي ديوار تي ٽنگيل هوندي هئي. هن کي پئرس ائين لڳو، ڄڻ اهو هن جي زندگيءَ جو پيٽرس برگ وانگر هيو ٿنيو هو، پر هوءَ روس ۾ پنهنجي مرضيءَ سان موٽي آئي ۽ رهي پئي. 1910ع ۾ هن جي شاعريءَ ۾ اليگزينڊر بلاڪ وانگر اچڻ واري سرد ۽ اونداهي مستقبل، جو اچي رهيو هو جو تصور ۾ ئي ملي ٿو. 1944ع ۾ هن لکيو تہ: "هن ظالم دور ۾ مون کي ائين پاسيرو موڙيو ويو آهي، جيئن ڪا ندي پنهنجو وهڪرو ڦيرائي ڇڏي."

پيٽرسبرگ موٽي هن تمام سنجيدگيءَ سان نظم لکيا، جيتوڻيڪ هن جي مڙس کي هن جي ذات جي باري ۾ پڪ نہ هئي ۽ هن کي ان لاءِ آماده ڪندو رهيو تہ هو بئلي ڊانسر ٿئي. هن جڏهن شاعر انينسڪيءَ کي هن جي موت بعد پڙهيو تہ هن کي محسوس ٿيو تہ ڪيس پنهنجو آواز ملي چڪو آهي. اَنينسڪي هڪ علامت پسند هو، پر بين علامت پسند شاعرن کان مختلف هو جيڪي چوندا هئا تہ هاڻي ۽ هتي غير حقيقي آهن. هر شيءِ ناس ٿيڻي آهي. خود اليگزينڊر بلاڪ جي تصور کي بہ اهڙيون حالتون گرمائينديون هيون. جي قيامت وانگر اچڻيون هيون. 1910ع ۾ اهڙي تحريڪ پنهنجي تخليق ۾ سلسليوار نہ رهي ۽ 1912ع ۾ بہ گروپ پيدا ٿيا، جن کي فيوچرسٽ ۽ ائڪميسٽ چيو ويندو هو. پهرين جو ليڊر مايا ڪووسڪي هو. جيڪو علامت پسنديءَ جو وڏو مخالف هو ۽ عام رواجي بولي شاعريءَ ۾ ڪم آڻيندو هو ۽ جنهن هر قسم جي تصور کي رد ڪري ڇڏيو. ائڪميزم جو وڏي ۾ وڏو شاعر آسپ ميڊالسٽام هو ۽ ان بہ علامت پسنديءَ جي مخالفت ڪئي. اخمتووا ميڊالسٽام جي دوست بہ هئي ۽ هن کان ڪافي متاثر بہ هئي. هن جي مڙس گوميلاف هڪڙو جدا شاعرن ۽ اديبن جو گروهہ ٺاهيو. ميڊالسٽام اخمتووا جي پهرئين جلد تي مهاڳ لکيو. 1911ع ۾ اخمتووا اٽليءَ، جنيوا، فلارنس، وينس ۽ ٻيا شهر ڏٺا ۽ اطالوي مصوريءَ ۽ تعمير جي فن کان ڪافي متاثر ٿي. 1917ع ۾ اخمتووا ائين سمجهيو تہ روس خودڪشي ڪئي آهي ۽ روسي چرچ جي بازنطيني روح کي الوداع ڪئي آهي. هن پوءِ ڪجهہ ڪتاب لکيا ۽ ميڊالسٽام جي زال ناديزدا جي گهري ساهيڙي ٿي وئي. جڏهن پهرين مهاڀاري لڙائي لڳي تہ ان ۾ گوميلاف شريڪ ٿي، فرانس ويو ۽ آڪٽوبر انقلاب کان پوءِ موٽيو 1918ع ۾ ائنا اخمتوا کي طلاق ڏنائين. ان کان پوءِ هن جي زندگيءَ جو وڌيڪ احوال موجود نہ آهي، پر هوءَ ميڊالسٽام سان گڏ لينن گراڊ ۾ گهمندي هئي ۽ آرٽ اڪيڊميءَ ۾ وقت گذارڻ کان سواءِ هن کي پنهنجي شاعري پڙهي ٻڌائيندي هئي. هن لينن گراڊ ۾ تمام تڪليف ڏينڌ وقت گذاريو ۽ ٻي جنگِ عظيم ۾ تہ گهٽا سور سَٺا، جن جي عڪاسي شاعريءَ ۾ ڪئي اٿائين. 1921ع ۾ هن جي اڳين مڙس گوميلاف کي

بالشيوڪن گولي هڻي ماري ڇڏيو. جن شاعرن ۽ دانشورن کي ڪافي چرڪايو. 1923ع کان 1940ع تائين سنڌس ڪا بہ تخليق منظرِ عام تي نہ آئي. جو تہ سينٽرل ڪاميٽيءَ اهڙو ٺهراءُ بحال ڪيو هو تہ هن جي ڪابہ شيءِ ڇپائيءَ هيٺ اچڻ نہ کپي. جڏهن سوويت يونين جا نازي جرمنيءَ سان واسطا ڇڳا هئا تہ اخمتووا مقبوضہ پئرس ۾ بمباريءَ هيٺان لنڊن ڏانهن پنهنجو توجهہ ڪيو ۽ 1940ع ۾ هن جيڪو نظم لکيو، اهو روس ۾ ڇپجي نہ سگهيو. اهو هڪ نهايت دردناڪ نظم آهي.

41-1942ع ۾ هوءَ بار بار دوستو وسڪي پڙهندي رهي، جنهن جي مطالعي جو اثر سنڌس شاعريءَ تي آهي. دوستو وسڪيءَ ۾ ايندڙ تباهيءَ جون اڳڪٿيون هيون. جڏهن لينن گراڊ جو گهيراءُ ٿيو، تڏهن هن پهريون سيارو نهايت سرديءَ ۾ گذاريو ۽ ان کان پوءِ ڪيس تاشقند هوائي جهاز ۾ نيو ويو، جتي هوءَ اڍائي سال رهي ۽ پنهنجو منتخب ڪلام ڇپايائين، جو يڪدم وڪامي ويو. ڪيترن ئي روسين لاءِ هوءَ روس جو آواز هئي، پر اسٽالن هن جو مخالف هو ۽ هن جي جنهن تقريب ۾ عزت افزائي ڪئي وئي هئي، ان تي اعتراض ڪيو هئائين. جنگ جي خاتمي کان پوءِ هن اشاعت لاءِ پنهنجا نوٽ لکيا. سوويت ادبي حلقي وٽ پيش ڪيا ۽ هن جي ڪليات جي ڇپائيءَ جو اعلان ڪيو ويو، پر اها هن جي شاعريءَ وانگر نہ ڇپجي سگهي. جيتوڻيڪ ڇپيو وڃي ٿو تہ ان جا پروف بہ پڙهيا ويا هئا. 14 آگسٽ 1946ع ۾ پارٽيءَ جي مرڪزيءَ ڪاميٽيءَ هن کي روسي اديبن جي انجمن مان خارج ڪيو ۽ هن جي ڪتابن جي اشاعت تي بندش وڌي وئي، جا 1953ع ۾ اسٽالن جي موت تائين رهي. گهر جي تلاشيءَ جي ڀوَ کان هن ڪيتري شاعري ۽ نثر جلائي ڇڏيو هو. هن جي پٽ کي 3 ڀيرا پهريائين قيد ڪيو ويو هو. هن پارٽيءَ جي بندش خلاف پنهنجو ردِ عمل نہ ڏيکاريو، ڇاڪاڻ جو اڳ ئي اسٽالن، ميندالستام کي مارائي ڇڏيو هو. هوءَ حالتن کان گهبرائي خاموش ٿي وئي ۽ 1950ع ۾ مري وئي. سنڌ جي عظيم شاعر شيخ اياز هن جي شعرن کان ڪافي متاثر هو. ڪيس دنيا ۾ جيڪي 5-6 وڏيون شاعرائون ٿيون آهن، تن مان هڪ مڃيندو هو. (شيخ اياز جي ڪتاب 'ڪتين ڪرموڙيا جڏهن' پاڳي ٻئي تان ورتل).

**اي. آر. ناگوري:** اي. آر. ناگوري (عبدالرحيم ناگوري) 1938ع ۾ جهونا ڳڙهہ ۾ جنم ورتل واحد چترڪار آهي، جنهن سنڌ جي ٻرندڙ مسئلن کي مصوريءَ جي جديد تقاضائن مطابق دنيا آڏو آندو. هو پنجاب يونيورسٽيءَ



جي فائن آرٽس ڊپارٽمينٽ مان ماسٽرس ڪرڻ بعد اُتي ئي ليڪچرار مقرر ٿيو ۽ ڪيترن ئي جڳهن تي آرٽ جو استاد رهڻ بعد هن 1970ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي ان وقت جي مثالي وائيس چانسلر غلام مصطفيٰ شاهہ جي اسرار تي سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ فائن آرٽس شعبي جو بنياد وڌو. هو هن اداري جو سرگرم ۽ پهريون هيڊ آف ڊپارٽمينٽ هو ۽ هن جي ڪوشش سان علي نواز ڦلپوٽو ۽ مسرت مرزا بعد ۾ هن شعبي جا استاد مقرر ٿيا. اِهو ناگوري صاحب جو سنڌ جي آرٽ جي سکيا وٺندڙن لاءِ هڪ ناقابل فراموش ڪارنامو رهندو تہ هن شعبي کي وڏي جاکوڙ ڪري جاري ڪرايو. هڪ اهڙي وقت ۾ جڏهن فنون لطيفہ لاءِ سنڌ جي اسرندڙ چترڪارن کي هن فن لاءِ هڪ اعليٰ درجي جي يونيورسٽي سطح جهڙي آرٽ جي اداري جي شديد ضرورت هئي.

هن وقت ناگوريءَ کي ملڪ جو سوشيو پوليٽيڪل آرٽسٽ مڃيو وڃي ٿو. ڳرنار جي پهاڙن تي هن جي ننڍپڻ جي پيرن جا نشان ڇڏيل آهن، جيڪا سر زمين صوفين بزرگن کان مشهور آهي. هن چترڪار پنهنجي شروعاتي دور جي منظر ڪشي، ڊيڪوريٽو،ڪليل، رنگن معرفت سان سينگاريل چترڪاريءَ جي موضوعن کي 1983ع ۾ الوداع ڪري پنهنجي فن کي هڪ نئون موڙ ڏنو. جنهن ۾ عالمي دهشتگردي هن انهن جي غربت مٿان ٻاهوڙ، نسل ڪشي، وحشياڻي روين ۽ ٻين بين الاقوامي داداگيرين خلاف پنهنجي برش وسيلي رنگن سان مزاحمتي تاريخ لکي آهي. سنڌ لاءِ هن جون ٺاهيل پينٽنگس، علامتي طور وڏيرا شاهي، حڪومت جي ڪاري قانون، ظلم ۽ ڏاڍ خلاف آهن. هو امن لاءِ جاکوڙ ڪندي ميگهواڙن، ڀيلن، تر ۾ بک اڃ ۾ پاهہ ٿيندڙ ماڻهن لاءِ ۽ سنڌ تي وقت جي سامراجي قوتن جي راتاهن خلاف پينٽنگس وسيلي اظهار ڪيو.

**اياز امر شيخ:** نوجوان شاعر اياز امر شيخ جو جنم 5 فيبروري 1977ع تي ڳوٺ گاهي خان شيخ، تعلقي سجاول، ضلعي ٺٽي ۾ ٿيو. ابتدائي تعليم سجاول ۾ حاصل ڪرڻ کان پوءِ، هن بي.ايس.سي سنڌ زرعي يونيورسٽي ٽنڊو جام مان ڪئي. اياز امر شيخ لکڻ جي شروعات 1996ع کان ڪئي.



سنڌس شمار نئين ٽهيءَ جي سٺن شاعرن ۾ ٿئي ٿو. سنڌس ٽي ڪتاب (1) سونهن موڙيون آرسيون (شاعري-2005ع)، (2) سنڌ جو چنڊ (شاعري-2008ع) ۽ (3) ٽٽل ٽڪرا وجود جا (نثري ٽڪرا-2009ع) ڇپجي چڪا آهن. اياز امر شيخ جو پيشو زميندراي آهي ۽ سجاول ۾ رهي ٿو. ڪيس سنڌي ادبي سنگت طرفان شاعريءَ جو اوارڊ بہ مليل آهي.

**اياز ڏوهي آهي (ڪتاب):** هي ڪتاب شيخ اياز جي شاعريءَ ۽ شخصيت بابت آهي، جنهن ۾ ڪل پنجويهہ مقالا شامل آهن. هن ڪتاب جو ليکڪ مشهور شاعر مرحوم ڊاڪٽر ملڪ نديم آهي، جنهن انهن مقالن ۾ اياز متعلق پنهنجا تاثرات ظاهر ڪيا آهن. هي ڪتاب اپريل 2006ع ۾ ڊاڪٽر ملڪ نديم اڪيڊمي خيرپور/ڪنڌ ڪوٽ پاران شايع ٿيو.




ڪتاب جو ٽائيٽل سنڌس فرزند سڪندر مهراڻ ڊزائن ڪيو آهي. پڪي جلد سان 142 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 100 روپيا آهي.

**اياز رضوي:** نوجوان شاعر اياز رضويءَ جو پورو نالو سيد اياز حسين شاهہ رضوي آهي. هن پهرين اپريل 1973ع تي تعلقي جهڏي جي ڳوٺ عباس علي شاهہ ۾ جنم ورتو. اياز رضوي پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪيائين. 1988ع ۾ هاءِ اسڪول نئون ڪوٽ مان ميٽرڪ ڪرڻ کان پوءِ بي. ايڊ ڪيائين. هن لکڻ جي شروعات 1990ع کان



ڪئي. سندس شاعريءَ جو پهريون مجموعو ”اگهي ڪير ڳوڙها“ 2005ع ۾ شايع ٿيو. اياز رضوي، سنڌي ادبي سنگت، نئون ڪوٽ شاخ جو ٽي پيرا سيڪريٽري پڻ رهي چڪو آهي. هو پنهنجي ڳوٺ عباس علي شاهه ۾ رهي ٿو ۽ پيشي جي لحاظ کان پرائمري استاد آهي.

**اياز مهيسر:** نوجوان ليکڪ ۽ سماجي ڪارڪن قاضي اياز مهيسر 27 فيبروري 1971ع تي تعلقي ميهڙ جي ڳوٺ قاضي محمد عارف ۾ جنم ورتو.



1995ع ۾ ڪامرس ۾ ماسٽرز ڪيائين. 2000ع ڌاري سي. ايس. ايس جو امتحان پاس ڪيائين. هن ”رورل ڊويلپمينٽ“ ۾ ماسٽرس جي ڊگري به حاصل ڪئي آهي. 1992ع کان ٽه ماهي ”مهراڻ“ ۽ ٻين رسالن ۾ سندس ڪالم، مضمون شايع ٿيندا رهيا آهن. محترمه بينظير ڀٽو جي ياد ۾ ”شهيدن جي علمدار“ نالي سندس ڪتاب 2008ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي.

**اي. بي آڏواڻي:** نامور محقق ۽ تاريخدان، اي بي آڏواڻي، 23 ڊسمبر 1906ع ۾ حيدرآباد ۾ ڄائو. هن 1927ع ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ مان گريجوئيشن ڪئي ۽ اتان ئي ايل. ايل. بي به ڪيائين. هن سينٽ ايڪسويئرس ڪاليجز هسٽاريڪل ريسرچ انسٽيٽيوٽ ۾ راءِ فيرئر ايچ. هرس ايس جي نگرانيءَ ۾ سنڌ جي تاريخ تي تحقيقي ڪم ڪيو. 1933ع ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ سندس ”سنڌ جو الحاق“ موضوع تي ايم.اي جي ٿيسز منظور ڪئي. اي. بي آڏواڻي، 1936ع کان 1941ع تائين ايچ. ايل. سي ماڊل هاءِ اسڪول ڪراچيءَ جو وائيس پرنسپال رهيو. هن 1934ع ۾ ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي، ڊاڪٽر ڊيوڊٽ ۽ ٻين سان گڏجي ”سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽيءَ“ جو جرنل جاري ڪيو. هن ان وقت شايع ٿيندڙ ڪيترن رسالن ۽ جرنلن ۾ به سهڪار ڪيو. اي. آر. پي آرگنائيزيشن ڪراچيءَ ۾ به شامل رهيو. سنڌ جي تاريخ تي قلمي ڪتاب گڏ ڪرڻ، سندس دلچسپين ۾ شامل هو. هن سماجي براين جي خاتمي لاءِ به ڪافي ڪم ڪيو. اي. بي آڏواڻيءَ 1941ع ۾ سنڌ حڪومت جي سول ڊفينس کاتي جي اي آر پي سيڪشن ڪي جوائن ڪيو ۽ ان ۾ ٽريننگ آفيسر پڻ رهيو.

**ايران ڏي اڏام** (ڪتاب): هي ڪتاب مشهور اديب ۽ سياح الطاف شيخ جو ايران جو سفرنامو آهي، جنهن ۾ هن پنهنجي ايران جي سفر جا پيرائتا تفصيل ڏنا آهن.




ايران بابت مڪمل ڄاڻ جي حوالي سان هن ڪتاب جو مهاڳ، پروفيسر لياقت عزيز لکيو آهي. ڪتاب، مصنف پنهنجي پراڻي دوست ۽ ايراني آفيسر حسين قليزاده جي نالي منسوب ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ هنڌ هنڌ تي رنگين تصويرون شامل آهن. پڪي جلد سان ڊيمي سائيز ڪتاب جو پهريون ڇاپو روشني پبليڪيشن ڪنڊياري پاران سال 2008ع ۾ شايع ٿيو. هن ڪتاب جا 544 صفحا آهن ۽ ان جي قيمت 430 روپيا آهي.

**ايس. جي. پاڳيا:** ناميارو اديب ايس جي پاڳيا جو اصل نالو سڏام چند ڳوڪل مل پاڳيا آهي. سندس جنم 6 نومبر 1955ع تي ٻني عاقل ۾ ٿيو. پرائمري تعليم ٻني عاقل جي گورنمينٽ مين پرائمري اسڪول مان



حاصل ڪيائين ۽ مئٽرڪ ڊي سي هاءِ اسڪول مان 1976ع ڌاري ڪيائين. وسيع مطالعو رکندڙ ايس. جي. پاڳيا ٻني عاقل ۾ ڊرامينڪ سوسائٽي جو بنياد وڌو ۽ ڪيترائي ڊراما اسٽيج پڻ ڪيائين. پاڻ انهن ڊرامن ۾ چوڪرين جا ڪردار به خوب نڀايائين. سنڌي ادبي سنگت سان سندس تعلق 1977ع کان رهيو آهي ۽ هن وقت تائين ان جو سرگرم ساٿي ڪارڪن آهي. سنڌي ادبي سنگت مرڪز جي چونڊن ۾ به حصو وٺندو رهيو آهي ۽ ٻني عاقل شاخ جو ڪيترا ڀيرا سيڪريٽري رهي چڪو آهي. هو مهراڻ ايجوڪيشنل سوسائٽي جو سيڪريٽري پڻ آهي. جنهن جي پليٽ فارم تان اسڪول، ڪاليج ۽ ميڊيڪل سينٽر هلي رهيا آهن. ايس جي پاڳيا 1977ع ۾ سياست ۾ به حصو ورتو. شروع کان ئي کاٻي ڌر سان وابسته رهيو. بنيادي طور تي ڪميونسٽ پارٽي آف پاڪستان سان تعلق هئس، جڏهن ته عوامي نيشنل پارٽيءَ ۽ بي اين پي ۾ به ڪم ڪيائين ۽ هاڻ پاڪستان پيپلزپارٽي سان همدرديون اٿس. هن ايم. آر. ڊي تحريڪ ۾ به ڀرپور حصو ورتو. قومي، عوامي جدوجهد ڪندي ٻه ڀيرا جيل به ڪاٽيائين. 1985ع ۾ ٻني عاقل ۾ هڪ شاندار ”100 ساله جشن ڪنور ڀڳت“ منعقد ڪرايائين. سندس شاعري ۽ ڪالم ڪيترن ئي اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿين ٿا.

**ايلاچي:** تعلقي ڪپري جي هڪ ديهه جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن. حاجي عبدالقادر مري، هاشم ماڇي ۽ حاجي محمد اسماعيل مري.

**ايلچي:** تعلقي ڄام نواز علي جي هڪ ديهه جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن. گل محمد پلي ۽ الطاف علي شاهه.

**ايم. بي. انصاري:** ايم. بي انصاري ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جو پهريون سنڌي پروڊيوسر ۽ بعد ۾ اسٽيشن ڊائريڪٽر ٿي رهيو آهي، سندس اصل نالو محمد بخش انصاري هو. کيس عام طرح باباءِ سنڌي



براڊ ڪاسٽنگ سڏيندا آهن. هو صداڪاريءَ جي شعبي ۾ زيڊ. اي بخاريءَ جو شاگرد هو. پر ڊرامن جي ڊائلاگن ادا ڪرڻ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. ايم. بي انصاريءَ جيڪب آباد جي انصاري محلي ۾ 1931ع ۾ قادر بخش انصاريءَ جي گهر ۾ جنم ورتو. هو پاڻ ۾ ٽي ڀائر هئا. سندس وڏن جي روزگار بابت ڪا ڄاڻ نه آهي. البته ورهاڱي کان پوءِ ايم. بي انصاري روزگار جي سلسلي ۾ جلد ڪراچي هليو آيو. پاڻ 51-1950ع ڌاري ڪراچي ريڊيو تي آڊيشن ڏيئي ڪامياب ٿيو. صلاحيتن ۽ خوبصورت آواز جي ڪري ريڊيو جي بالا آفيسرن مان زيڊ. اي بخاريءَ کيس پنهنجي ويجهو رکيو ۽ کيس علي محمد چاڳلا جي پروڊيوسرشپ هيٺ شروع ٿيندڙ سنڌي سيڪشن ۾ اسٽاف انائونسر مقرر ڪيو. 17 آگسٽ 1955ع تي ريڊيو حيدرآباد قائم ٿيو ته انصاري صاحب کي اسٽاف انائونسر

مان ترقي ڏيئي پروڊيوسر طور چاڳلا صاحب سان گڏ حيدرآباد موڪليو ويو. ريڊيو 1956ع ڌاري جڏهن حميد نسيم حيدرآباد ريڊيو اسٽيشن جو ريجنل ڊائريڪٽر ٿي آيو ته ان وقت حيدرآباد ريڊيو تي به پروڊيوسر هئا، اردو پروگرامن لاءِ الياس عشقي ۽ سنڌي پروگرامن لاءِ ايم. بي انصاري. انصاري صاحب زبردست انائونسر ۽ صداڪار هو. پاڻ ڪنهن به صداڪار يا آرٽسٽ جي لفظي يا اچار جي غلطي برداشت نه ڪندو هو. "رس رهاڻ" ۽ "شبستان" سندس يادگار پروگرام رهيا آهن ۽ حال حيات سازندن جو چوڻ آهي ته ايم. بي انصاريءَ جهڙو بهترين ميوزڪ رڪارڊسٽ سنڌ کي اڄ تائين نه مليو آهي. هن زيڊ. اي بخاري ۽ حميد نسيم جي ذوق جمال مان ڪافي پرايو. آواز جي لاهه چاڙهه جو فن ڄاڻندڙ صداڪار هو، خود پسند ضرور هو، پر خوشامد پسند نه هو.

ايم. بي انصاري 31 مارچ 1991ع تي ريڊيو پاڪستان ڪراچيءَ مان ڊائريڪٽر جي حيثيت سان رٽائر ٿيو ۽ 11 مارچ 1993ع ۾ 62 ورهين جي عمر ۾ ڪراچيءَ ۾ وفات ڪيائين. ڪيس اباڻي شهر جيڪب آباد جي انصاري محلي ويجهو مقامي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو.

**ايمپلائيز اولڊ ايج بينيفٽس انسٽيٽيوشن** (EOBI) : هي ادارو 1976ع ۾ ايمپلائيز اولڊ ايج بينيفٽس ايڪٽ 1975ع هيٺ منسٽري آف ليبر، مئن پاور اينڊ اوورسيز پاڪستانيز (ايل.ايم.او.پي) جي هڪ خودمختيار اداري طور قائم ٿيو. ان ايڪٽ جو مقصد اسلامي جمهوريه پاڪستان جي آئين جي آرٽيڪل (c)38 جا مقصد حاصل ڪرڻ هو. ان موجب رياست سمورن اهڙن شخصن کي جيڪي پاڪستان جي ملازمت ۾ آهن، سوشل سيڪيورٽي لازمي سوشل انشورنس يا ٻين ذريعن سان مهيا ڪندي.




**ايڪٽ جو لاڳو ٿيڻ:** اهو ايڪٽ هر صنعت يا ان اسٽيبلشمينٽ تي لاڳو ٿيڻ جوڳو آهي. جتي 10 يا ان کان وڌيڪ ماڻهو 30 جون 2006ع تائين ملازم هئا. پهرين جولاءِ 2006ع کان ايڪٽ جو نفاذ انهن صنعتن يا ادارن لاءِ ڪيو ويو، جن ۾ 20 يا ان کان وڌيڪ ماڻهو ملازم هجن. ان ۾ البته ترميمن ذريعي فنانس ايڪٽ 2008ع 'دي ايپليڪبلٽي آف دي ايڪٽ 5' يا وڌيڪ ملازمن وارين صنعتن يا ادارن تائين وسيع ڪيو ويو. ان کان گهٽ وارا ادارا به درخواست ڏيئي ڪوشش ڪري سگهن ٿا. ان ايڪٽ جي سيڪشن 47 هيٺ ڪي ايڪٽ جي نفاذ کان ٻاهر رکي ٿو:

**مقصد:** EOBI جو مقصد رجسٽرڊ انشورڊ پرسنس (IP) کي هيٺيان فائدا پهچائڻ آهي: (1) اولڊ ايج پينشن، (2) انويلڊٽي پينشن، (3) سروائيورز پينشن، (4) اولڊ ايج گرانٽ.

**اي او بي. آءِ جا ڪم:** 1. صنعت وغيره جي سڃاڻپ ۽ رجسٽريشن. 2. انشورڊ ٿيل شخص جي سڃاڻپ ۽ رجسٽريشن. 3. ڪنٽريبيوشن جي ڪليڪشن. 4. انشورڊ ماڻهن کي فائدا ڏيڻ. 5. اي. او. بي فنڊ مينيجمينٽ / انويسٽمينٽ.

**حڪومت پاران مئچنگ گرانٽ:** اداري پاران گڏ ڪيل چندي برابر گرانٽ 1986ع جي جولاءِ ۾ حڪومت متعارف ڪرائي هئي، پر پوءِ 1995ع ۾ اها ڪٽجي وئي، وري هاڻي حڪومت ساليانو هڪ لک سمبولڪ ادائگي ڪري ٿي.

هن اداري EOBI جو 16 ميمبرن تي ٻڌل بورڊ آف ٽرسٽيز وفاقي حڪومت پاران مقرر ڪيل هوندا آهن.

**ايمنسٽي انٽرنيشنل** (Amnesty International): ايمنسٽي انٽرنيشنل هڪ غير سرڪاري بين الاقوامي تنظيم (NGO) آهي، جيڪا انساني حقن جي عالمي پڌرنامي ۾ درج انساني حقن جي واڌاري لاءِ ڪم ڪري ٿي. ايمنسٽي انٽرنيشنل مئي 1961ع ۾ هڪ برطانوي وڪيل پيٽربيسن قائم ڪئي. هو هڪ ڏينهن اخبار پڙهي رهيو هو ته به پور چوگنبز شاگردن کي ست سال ٻڌايل قيد جي سزا واري خبر هن کي پريشان ڪري ڇڏيو. انهن شاگردن جو ڏوهه صرف اهو هو ته هنن آزادي لاءِ رٽ پيش ڪئي. بيتسن 02 مئي تي هڪ اخبار ۾ پنهنجو هڪ مضمون "The Forgottion Prisoner" ڇپايو، جنهن ۾ هن ۾ دنيا جي لکندڙن ۽ پڙهندڙن کي اپيل ڪئي ته هو قيدي شاگردن جي حق ۾ مضمون ڇپائين. مضمون جو رد عمل اهڙو ته اثرائتو نڪتو، جو هڪ سال اندر ظلمن جي شڪار ماڻهن جي حق ۾ اهڙا گروپ هڪ درجن کان وڌيڪ ملڪن ۾ قائم ٿي ويا. ايمنسٽي انٽرنيشنل خاص ڪري ضمير جي قيدين جي آزاديءَ لاءِ مهم هلائيندي آهي ۽ ان ڳالهه کي يقيني بڻائيندي آهي ته سياسي قيدين خلاف داخل ڪيس جلدي ۽ منصفاڻي طريقي سان هلايا وڃن. هي تنظيم موت ۽ قيد دوران تشدد جي خلاف به ڪم ڪندي رهندي آهي، سياسي قتلن تي احتجاج ڪندي حڪومت ۽ مخالف گروپن هٿان انساني حقن جي خلاف ورزي خلاف به ڪم ڪندي آهي. بين الاقوامي معاملن ۾ ايمنسٽي انٽرنيشنل جا ڪيترا موقف تنقيد جوڳا به رهيا آهن. مثال طور هن تنظيم جو هڪ موقف خاص تنقيد جو نشانو بڻيو. اهو موقف هو ته فلسطيني مهاجرين ۽ انهن جي خاندان کي پنهنجي وطن فلسطين واپس وڃڻ جو حق آهي. 1962ع کان وٺي دنيا جي ڪيترن ملڪن ۾ هن طرح جا گروپ ڪم ڪري رهيا آهن. تنظيم ٺاهڻ جي شروعاتي سالن ۾ ايمنسٽي انٽرنيشنل پنهنجي توجهه انساني حقن جي اقوام متحده جي چارٽر جي آرٽيڪل ۾ صرف ارڙهن ۽ اوڻيهه نمبر رکيا. انهن آرٽيڪلن جو تعلق سياسي قيدين سان آهي. وقت گذرڻ سان گڏوگڏ هن تنظيم انساني حقن جي خلاف ورزي جي مختلف ظلمن جو شڪار ٿيندڙن جي ڪم ڪي به پنهنجي مشن ۾ شامل ڪيو. صرف سال 2000ع ۾ ايمنسٽي انٽرنيشنل 3685 ماڻهن لاءِ ڪم ڪيو. ايمنسٽي هن ۾ قيدي صورتحال کي بهتر بنائڻ ۾ ڪافي ڪامياب ويئي. هن وقت ايمنسٽي انٽرنيشنل جا ساڍا ست هزار گروپ هڪ سئو ٻاهٺ ملڪن ۽ خطن ۾ ڪم ڪري رهيا آهن ۽ هن تنظيم جي ڪارڪنن جو تعداد هڪ ملين جي لڳ ڀڳ آهي. ايمنسٽي انٽرنيشنل پنهنجي قائم ٿيڻ کان وٺي سوين ملڪن ۾ 44600 کان وڌيڪ قيدين لاءِ ڪم ڪيو آهي. ايمنسٽي انٽرنيشنل کي سڄي دنيا ۾ انساني حقن جي حفاظت لاءِ ڪم ڪرڻ تي 1977ع ۾ نوبل 'امن' انعام ڏنو ويو.






# ب

**بابا رامداس:** بابا رامداس جو جنم 1879ع ڌاري شڪارپور ۾ ٿيو. سنڌس اصل نالو چوھڙ سنگھ ھو. پر اڳتي ھلي فقيري اختيار ڪرڻ ڪانپوءِ عام لوڪ کيس "رامداس" جي نالي سان سڃاڻڻ لڳا. بابا رامداس پريوءَ جو ڀڳت ھو ۽ شروع کان ئي سنت ڪمياداس جي دربار ۾ ويندو رھندو ھو. ان دربار جي سنتن بابا گرداس رام، سوامي سيراداس ۽ سوامي ڪاشي داس جي ھڪ ٻئي پويان وفات ڪري وڃڻ بعد ھن کي وينتي ڪئي وئي تہ ھلي گادي سنڀالي. پھرين تہ ھن انڪار ڪيو پر نيٺ گھڻي اسرار ڪرڻ تي شرط رکيائين تہ دربار ۾ عطيو ڏيندڙ شخص خلق خدا جي ڀلي لاءِ خرچ ٿيندڙ رقم ۾ ڪا بہ رنڊڪ نہ وجھندا. تنھن وقت سنڌس اھو شرط مڃيو ويو ۽ کيس چوھڙ سنگھہ جي جاءِ تي "رامداس" نالو رکي، دربار جو گادي نشين ڪيو ويو ۽ ماڻھو دربار جي روايت موجب ھن کي بہ "ڪٽ وارو بابا" سڏڻ لڳا. سنت بابا رامداس ڪرم يوڳي ھو. ھن جي اندر تڪليف ۾ آيل عام لوڪن جي سھائتا ڪرڻ جو جذبو تمام گھڻو ھو. 1935ع ۾ جڏھن بلوچستان ۾، زلزلو آيو ۽ ھزارين ماڻھو متاثر ٿيا تہ ھن پنھنجا سوين مريد ڪوئيٽا موڪليا ۽ متاثرين جي دل کولي ھر ممڪن مدد ڪئي. ورھاڱي ڪانپوءِ ھن کي ھندستان لڏي وڃڻو پيو. ان وقت ھن سنڌ مان ھجرت ڪري بمبئيءَ ۾ پھتل سنڌين جي خوب سيوا ڪئي. ھيءُ فقيري رنگ ۾ رتل يوڳي صفت بزرگ 14 ڊسمبر 1955ع تي لاڏاڻو ڪري ويو.

**بادشاھي مسجد:** بادشاھي مسجد، لاھور جي ھڪ تاريخي ۽ خوبصورت مسجد آھي، جنھن جو شمار دنيا جي وڏين مسجدن ۾ ٿئي ٿو. ھيءَ عاليشان مسجد شھنشاھ اورنگزيب جي ھڪ امير، مير آتش فدائي خان جي نظرداريءَ ھيٺ سن 1774ع ۾ جُڙي راس ٿي. مير آتش، شاھي توپ خاني جو داروغو ھوندو ھو ۽ ان نھايت دلچسپيءَ سان مسجد واري ڪم جي نگراني ڪئي ھئي. بادشاھي مسجد جو آڳر 528 فوٽ ۽ 8 انچ ويڪرو آھي، جڏھن تہ ڊيگھ 538 فوٽ ۽ چار انچ آھي. مسجد جي چئني ڪنڊن تي 143 فوٽ ڊگھا منارا ٺھيل آھن ۽ اھا لاھور جي "شاھي قلعي" پرسان ٺھيل آھي، جنھنڪري دنيا جا سياح، شاھي قلعو ڏسڻ سان



گڏ ھن عظيم ۽ خوبصورت مسجد کي بہ ضرور ڏسڻ ايندا آھن. ھن مسجد جي ڪشادگيءَ جو اندازو ان مان بہ لڳائي سگھجي ٿو تہ ھن مسجد ۾ ھڪ ئي وقت ھڪ لک کان بہ مٿي نمازي آسانيءَ سان نماز پڙھي سگھن ٿا.

1840ع واري زلزلي ۾ مسجد جي منارن کي ڪافي نقصان پھتو ھو. مسجد تي سنگ مرمر جا ٽي عاليشان گنبذ ٺھيل آھن. مسجد جو مکيہ دروازو بہ نھايت خوبصورت ٺھيل آھي. مسجد ۾ پھچڻ لاءِ مکيہ دروازي وٽ 22 ڏاڪا ٺھيل آھن. جڏھن اھا مسجد ٺھرائي پئي وئي تہ زمين جي سطح ھموار نہ ھئي، ان ڪري اھا 15 فوٽ مٿي اڏارائي وئي. دروازي جي مٿاھين منزل ۾ تبرڪات رکيل آھن. مسجد جو ھي دروازو شاھي قلعي جي بلڪل سامھون آھي. شروع ۾ وضو سارڻ جو انتظام پڌر جي وچ ۾ ھوندو ھو جيئن عام طور تي مغل طرز تعمير جي ٻين مسجدن ۾ ھوندو ھو. بھرحال، وضوءَ واري حوض ۾ پاڻي کوھہ مان ڀري وجھندا ھئا، ليڪن ھاڻي وضوءَ جو انتظام اوڀر طرف وارن حجرن ۾ ڪيل آھي. موجوده وقت ۾ مسجد جي رونق ۾ اڃا بہ اضافو ڪيو ويو آھي. جڏھن پنجاب ۾ سکن جي حڪومت قائم ھئي تہ انھن ھن خوبصورت ۽ تاريخي مسجد کي گھوڙن جي اصطبل ۽ بارودخاني ۾ بدلائي ڇڏيو ھو. انگريزن جي دور ۾ ھيءَ مسجد ٻيھر مسلمانن کي واپس ملي، ابتدا ۾ رڳو جمعي جي نماز ادا ڪرڻ جي اجازت ھئي.

**بارسلونا** (Barcelona): اُتر اوڀر اسپين جو شھر بارسلونا، ڀونوچ سمنڊ جي ڪناري تي، اسپين جي قديم تاريخي، ثقافتي ۽ عيسائي بشپ جي مرڪز طور بہ مشھور آھي. ھن شھر جي آدمشماري 50 لک کان وڌيڪ ٿيندي. رومين جي دؤر ۾ ھيءُ شھر اتر اوڀر اسپين جي گاديءَ جو ھنڌ ھو.



ھي شھر سڀ کان پھرين ڪارٿيج وارن آباد ڪيو ھو. ھتي جا پراڻا آثار ھن شھر جي قدامت جا مظھر آھن. 713ع ۾ مسلمانن ھتي قبضو ڪيو. ليڪن 90 سالن بعد 801ع ۾ فرانس جي مشھور فاتح شارليمين جي پٽ لوئي پھرئين، ھي شھر مسلمانن کان خالي ڪرائي ورتو، پر 856ع ۾ وري مسلمانن ھن تي قبضو ڪيو. سن 1706ع ۾ ارل آف پيٽر برو ھتي پنھنجو قبضو ڄمايو. سن 1808ع ۾ فرانس جي مشھور فاتح نيپولين بونا پارٽ ھتي قبضو ڪيو. 1936ع ۾ جنرل فرانڪو، اسپين ۾ فوجي انقلاب آندو تہ 1938ع تائين ھن شھر تي زبردست بمباري ٿيندي رھي، جنھنڪري ھزارين ماڻھو مري ويا. 1992ع ۾ بارسلونا اولمپڪ رانديون ھتي ڪرايون ويون. ھيءُ شھر فن، موسيقي، ثقافت ۽ حسن سبب سڄي اسپين ۾ منفرد حيثيت رکي ٿو خوبصورتيءَ جي لحاظ کان پورو بارسلونا صوبو سڄي يورپ ۾ مشھور آھي. ھتي جو پڪاسو ميوزيم ڏسڻ وٽان آھي. ھتي ڳرين مشينن، آٽو موبائيل، دوائن، ريشمي ۽ اوني ڪپڙي جا ڪيترائي ڪارخانا قائم ڪيل آھن. بارسلونا جي پراڻي حصي ۾ رومي ۽ اسلامي طرز تعمير جا ڪئين نمونا موجود آھن.

**بارغ:** بارغ ڪيرٿر جي بلند چوٽين مان ھڪ آھي. ھي ميھڙ شھر جي اولھہ طرف آھي. ھيءَ مٿاھين چوٽي، سرسبز گھاٽن ڪُھوءَ جي جھنگلن سان ڍڪيل آھي. ان کان سواءِ ھٽ پيش گھڻي انداز ۾ پيدا ٿيندي آھي. ھتي

ڪيترا ٻيا وڻ بہ موجود آهن. هن جو مٿاڇرو هموار ۽ وسيع آهي، جنهن کي ڪنهن حد تائين پڪي جي زمينن سان ڀيٽي سگهجي ٿو. باغ جي آسپاس رهندڙ ذاتين ۾ ساسولي، چانديا، شاهاڻي ۽ بوزدار آهن. هي سنڌي، بلوچي ۽ بروهڪي ٻولي ڳالهائيندڙ ذاتيون آهن. حڪومت جيڪڏهن هن هنڌ کي ٿورو ڌيان ڏئي، تہ هي سنڌ جو بهترين تفريح گاهہ بڻائي سگهجي ٿو.

**بازنطيني سلطنت** (Byzantine Empire): اوڀر روم ۾ هڪ مشهور سلطنت، جنهن جي گاديءَ جي هنڌ جو نالو "بازنطيم" (Byzantium) هو. ان ڪري هي سلطنت بازنطيني مشهور ٿي. چوٿين صدي عيسويءَ ۾ جڏهن عظيم رومي سلطنت ٻن حصن ۾ ورهائجي وئي. هڪ حصو اولهہ روم واري سلطنت ۽ ٻيو حصو اوڀر روم واري سلطنت سڏيو ويو. جيڪا بعد ۾ بازنطيني سلطنت سڏي وئي. اولهہ روم واري سلطنت اڳتي هلي وري ڪيترين ننڍين بادشاهتن ۾ ورهائجي وئي، پر اوڀر روم واري يعني بازنطيني سلطنت ڪيترين صدين تائين قائم رهي. سن 330ع ۾ رومي شهنشاهہ ڪانسٽنٽائين (Constantine) بازنطيم جو نالو بدلائي پنهنجي نالي سان ان تي قسطنطنيا (Contantonople) رکي ڇڏيو. جنهن جي معنيٰ "ڪانسٽنٽائين جو شهر" آهي. ان ڪانپوءِ انهيءَ شهر کي پنهنجي سلطنت جي گاديءَ جو هنڌ بڻائي ڇڏيائين. پر سن 1930ع ۾ ترڪ حڪومت، هن شهر جو نالو تبديل ڪري "استنبول" (Istanbul) رکي ڇڏيو. بازنطيني سلطنت ۾ جيڪي ملڪ شامل هئا، تن ۾ ايشيا مائنر، مصر، ٿريشيا ۽ يونان جا ڪجھ حصا اچي ٿي ويا. سن 395ع ۾ هيءَ سلطنت بہ ٻن حصن ۾ ورهائجي وئي، 500ع ۾ بلقان جي سلاوي قبيلن ۽ جرمنيءَ جي وندال قومن بازنطينين کي شڪست ڏيڻ لاءِ ڪيئي حملا ڪيا. شهنشاهہ جسٽينن اقتدار سنڀاليو تہ ان سان گڏ بازنطيني سلطنت وري عروج حاصل ڪيو. هن جي ملڪہ (زال) ٿيوڊرا (Theodora) بہ هڪ لائق ملڪہ طور سندس مدد ڪئي. جڏهن 527ع ۾ شهنشاهہ جسٽينن وفات ڪئي تہ ان سان گڏ وري بازنطيني سلطنت بہ لوڏن ۾ اچي وئي. ستين صديءَ جي شروعات ۾ هڪ طرف اتر واري لمباري (Lombardy) علائقي ۾ آباد قوم ۽ ايرانين تہ ٻئي طرف عربن انهيءَ سلطنت تي هڪبئي پويان حملا شروع ڪري ڏنا. نيٺ 643ع تائين فلسطين، مصر اتر آفريڪا ۽ قبرص مسلمانن جي قبضي ۾ اچي ويا. اهڙيءَ طرح اها سلطنت ڪيترن ئي حصن ۾ ورهائجي ويئي ۽ رڳو يونان تائين محدود ٿي وئي.

1453ع ۾ ترڪيءَ جي بادشاهہ سلطان محمد ٻئي (1432ع-1481ع) قسطنطنيا تي قبضو ڪري بازنطيني سلطنت جو خاتمو آڻي ڇڏيو انهيءَ جنگ ۾ بازنطيني سلطنت جو آخري بادشاهہ ڪانسٽنٽائين يارهون پليو لوگس جي ميدان تي جنگ وڙهندي مري ويو ان سان گڏ بازنطيني سلطنت جو هميشہ لاءِ خاتمو اچي ويو

**بازهر** (Bezoar): هڪ قسم جو قيمتي پٿر جنهن لاءِ چيو ويجي ٿو تہ اهو هر قسم جي زهر لاءِ ترياق ثابت ٿئي ٿو فارسي ٻوليءَ ۾ هن پٿر کي "پازهر" بہ چون ٿا. مشهور ڪيميادان ووهلر (1800ع کان 1882ع) ۽ ٻين سائنسدانن جي تحقيق موجب، هي پٿر بازهر نالي ٻڪر جي پيٽ مان حاصل ڪيو ويجي ٿو اهڙي پٿر جو بيان سپ کان پهرين ارسطو پنهنجي ڪتابن ۾ ڪيو هو. ارسطو تہ بازهر جا مختلف رنگ بہ بيان ڪيا هئا. ساڳئي وقت اهو بہ ٻڌايو هو تہ چين، هندستان ۽ ڪجھ ٻين اوڀر وارن ملڪن ۾ بہ هي پٿر ملي



ٿو. مشهور مسلمان سائنسدان جابر بن حيان بازهر کي "ترياق" جي معنيٰ ۾ استعمال ڪيو آهي. هن اهو بہ ڄاڻايو آهي تہ هن پٿر مان ٻيون بہ ڪيتريون ئي دوائون تيار ڪري سگهجن ٿيون. ڪنهن بہ ماڻهوءَ تي ڪهڙي بہ زهر جو اثر ٿيندو هجي تہ ان کي هي پٿر ڪارائجي. هي پٿر ڪائڻ ڪانپوءِ ان ماڻهو کي ترت گهٽو پگهر اچڻ شروع ٿي ويندو آهي. جنهنڪري زهر جو اثر ختم ٿي ويندو آهي. "زهر مهره" نالي پٿر ۾ بہ بازهر جهڙيون خوبيون چيون وڃن ٿيون.

**باسٽل** (Bastille): وچولي زماني ۾ فرانس جو مشهور تاريخي قلعو. جيڪو پيرس شهر ۾ قائم هو. هي قلعو فرانس جي بادشاهہ چارلس پنجين چوڏهين صدي عيسويءَ ۾ ٺهرايو هو. هن قلعي جي اڏاوت جو مقصد انگريزن جي حملي کان بچاءُ ڪرڻ هو. اڳتي هلي قلعي کي جيل خاني ۾ تبديل ڪيو ويو. 17 ۽ 18 صديءَ ۾ هتي ڪيترا سياسي قيدي بند ڪيا



ويا هئا. فرانس جي تاريخ ساز انقلاب دوران مجريل ماڻهن. هن قلعي تي حملو ڪري نہ رڳو قلعي کي نقصان پهچايو ۽ هزارين قيدي بہ آزاد ڪرائي ورتا. ان ڪانپوءِ قلعي کي باهہ ڏني ويئي. بعد ۾ فرانس جي انقلابي حڪومت هن قلعي کي بلڪل ڊهرائي ڇڏيو

**باشو** (Basho): باشو شاعريءَ جي صنف هائيڪو (Haiku) جو عظيم شاعر ٿي گذريو آهي، جنهن جو پورو نالو ميتسو باشو هو. هن جپان جي صوبي اگا (Iga) جي شهر يونو ۾ جنم ورتو. هن ۾ ننڍي هوندي کان ئي شاعر بڻجڻ جون خوبيون موجود هيون. 1666ع ۾ پنهنجي ڳوٺ يونو کي ڇڏي، ايدو (Edo) (هاڻي ٽوڪيو) ۾ اچي رهڻ لڳو هن هائيڪو شاعريءَ ۾ ڪافي نواڻ پيدا ڪئي، ايتريقدر جو هائيڪو بهترين قسم جي شاعريءَ جي هيئت طور سموري جپاني عوام ۾ مقبول ٿي ويو هن 1684ع کان سڄي دنيا جو دورو شروع ڪيو. پر جتي بہ ويو ۽ جن بہ حسين



نظارن کان متاثر ٿيو. تن کي لکندو ويندو هو. ايتريقدر جو هڪ بهترين سفرنامو تيار ڪري ورتائين. سندس سفرنامو ادب ۾ بهترين اضافو تصور ڪيو وڃي ٿو. باشو جپاني شاعريءَ ۾ هڪ وڏيڪ صنف رينگا (Renga) جو به اضافو ڪيو. صديون گذرڻ باوجود باشو کي اڄ به جپاني شاعريءَ جو روشن تارو سمجهيو وڃي ٿو. هن اوساڪا ۾ وفات ڪئي.

**باعد پير** (قبرستان): پني عاقل تعلقي جا ڪيئي قبرستان مشهور آهن، جن مان پير باعد جو قبرستان به آهي، جيڪو اٽڪل 85 ايڪڙن تي مشتمل آهي ۽ چيو وڃي ٿو ته سنڌ ۾ مڪليءَ کان پوءِ قدامت ۽ ايراضيءَ جي لحاظ کان وڏو قبرستان آهي. اتي ڪيترن بزرگن، جهڙوڪ: شيخ الله، پير احمد بناري، بگو شير ۽ پير باعد جا پراڻا روضا آهن. ان کان سواءِ هتي ميان عابد جهڙي عارف جي مزار، انڊڙ قبيلي جي مشهور سلطانن جون مزارون. ڪامڻ پير کانسواءِ ستين جو آستان به آهي. هتان جي ڪجهه مزارن جون سرون ملتان جي پراڻي شهر ۾ ڪم آيل سرن جهڙيون آهن. روايت آهي ته پير باعد بزرگ حضرت قلندر شهباز ۽ جلال سرخ بخاريءَ جو همعصر هو. هتي هڪ قديم اوڏڪي مسجد به نهيل آهي، جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته حضرت شاهه عبداللطيف، لوءِ صاحبان جي سفر دوران هتي ترسيو هو. هن قبرستان جي ويجهو لال پير ۽ مخدوم صديق سيهڙ جا قبرستان به آهن. باعد پير جي پرسان قديم راوڙي سڙڪ ۽ هاڪڙي درياهه جي پيٽ جا نشان اڄ به چٽا ڏسڻ ۾ اچن ٿا. هاڪڙي جي پيٽ ۾ ڊنڊ جي صورت ۾ پاڻي اڄ به موجود آهي ۽ پتڻ يا بندر جا نشان ۽ ڏاڪا به ڏسڻ ۾ اچن ٿا.

**باغ علي خان 'خائف'**: باغ علي خان 'خائف' 12 صديءَ هجري جو سنڌ جو فارسي شاعر ٿي گذريو آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنهنجي تحقيق ۽ تصنيف 'تڪملة التڪملة' (سنڌ ۾ فارسي شاعريءَ جو آخري دور) ۾ باغ علي خان 'خائف' بابت ڄاڻايو آهي ته:

"باغ علي خان جي زندگيءَ جو احوال دستياب نه ٿي سگهيو آهي. البته سندس تصنيف 'نامہ مغز' ملي ٿي، جيڪا 12 صدي هجريءَ ۾ لکي وئي. هو سنڌ جي حاڪم ميان نور محمد ڪلهوڙي (وفات 1167هه/1753ع جو نوازيل شخص هو ۽ فارسي ۾ شاعري ڪندو هو ۽ 'خائف' تخلص رکندو هو. خائف، فردوسيءَ جي شاهنامي جي بحر ۾ ڪلهوڙن جي منظوم تاريخ نامہ مغز نالي 1155هه/1742ع ۾ لکڻ شروع ڪئي ۽ نادر شاهه جي قتل واري سال 1160هه/1747ع ۾ لکي پوري ڪئي. 'نامہ مغز' ۾ ميان نصير محمد ڪلهوڙي، ميان دين محمد ڪلهوڙي، ميان يار محمد ڪلهوڙي، سندس فرزند ميان مير محمد ڪلهوڙي ۽ ميان نور محمد ڪلهوڙي جي شان ۾ مواد موجود آهي. ان کانسواءِ "نامہ نغز" ۾ باغ علي خائف نادر شاهه افشار ۽ درانين جي ڦرلٽ جا اکين ڏٺا احوال قلمبند ڪيا آهن ۽ آخر ۾ نادر شاهه جي قتل واري واقعي کي بيان ڪري ڪتاب لکي پورو ڪيائين. يعني هي مثنوي 1155هه/1742ع کان لکڻ شروع ڪيائين ۽ 1160هه/1747ع ۾ لکي پوري ڪيائين تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دور ۾ غلام رسول مهر ڄاڻائي ٿو ته، "باغ علي خائف پنهنجي هن مثنوي کي ٽن حصن ۾ ورهايو آهي، مثنوي جي پهرين حصي ۾ 4048 شعر ٻئي حصي ۾ 817 شعر ۽ ٽئين حصي ۾ 384 شعر موجود آهن. يعني سڄي مثنوي ۾ ڪل 6249 شعر موجود آهن. سندس مثنويءَ مان خدا آباد بابت هڪ شعر هيٺ ڏجي ٿو:

هوا خوش دل و باغيان دلپذير
خدا آباد شهر است جنت نظير

[ خدا آباد جو شهر سچ پچ جنت جو نمونو آهي، هن شهر جي هوا دل کي خوش ڪري ٿي ۽ هن جا باغ دل وندرائيندڙ آهن.]

**بالزاڪ**: بالزاڪ 1799هه/1850ع ڌاري فرانس جو جڳ مشهور ناول نويس بالزاڪ هڪ غريب گهراڻي ۾ پيدا ٿيو. هن قانون جي تعليم حاصل ڪئي. تصنيف ۽ تاليف جو پيشو اختيار ڪيائين ۽ پيرس ۾ رهڻ لڳو. هن شروع ۾ سنسني خيز ناول ڇپائي زبردست شهرت حاصل ڪئي. هن باسٽيل جي زوال کان 1848ع جي انقلاب تائين فرانسيسي معاشري جي پرپور عڪاسي ڪئي ۽ هر طبقي ۽ هر پيشي جي فردن جي جذبن کي اجاگر ڪيو. سندس مشهور ناول ويران ۽ انڌايرا گهر آهن.

**بالشويزم** (Bolshevism): بالشويزم جو اصطلاح سڀ کان اڳ 1903ع ۾ استعمال ٿيو. جڏهن لنڊن ۾ روسي "سوشل ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ" جو اجلاس ٿيو. ان اجلاس ۾ مارڪسي اشتراڪيت جي ٻن نظرياتي شاخن بالشويڪن ۽ مينشويڪن ۾ واضح فرق نظر آيو. روسيءَ ۾ "بالشويزم" جو مطلب "اڪثريت وارا" ۽ مينشويزم" (Menshevism) جو مطلب "ٿورائيءَ وارا" آهي.

بولشويڪن (گهڻائيءَ وارن) جو اڳواڻ لينن هو. هنن جي ڪاميابيءَ بعد ڪميونسٽ پارٽيءَ کي "بالشويڪ پارٽي" سڏيو ويو.

لينن ۽ سندس ساٿين جو مقصد ڪارل مارڪس جي تعليمات جي روشنيءَ ۾ مزدورن کي متحد ڪري روسي بادشاهه زار (Tzar) جو انقلاب (Revolution) رستي تختو اونڌو ڪري، سچي معنيٰ ۾ "پورهيتن جي حڪومت" قائم ڪري، ملڪ ۾ ڪميونسٽ نظام لاڳو ڪرڻ هو. ٻئي طرف مينشويڪن (ٿورائيءَ وارن) جو اڳواڻ پلي خان نوف (1857-1918ع) هو، جيڪو اعتدال پسند هو ۽ ان جو خيال هو ته روس ۾ انقلاب آڻڻ کان اڳ ان ۾ ٻين يورپي ملڪن وانگر وچولي قسم جي جمهوريت آندي وڃي، هو انقلاب لاءِ رڳو پورهيتن کي نه پر سموري عوام کي ڪتب آڻڻ جو حامي هو. بهرحال 1903ع جي لنڊنؑ اجلاس ۾ لينن جي حامين کي اڪثريت حاصل ٿي، ان ڪري ڪين بولشويڪ سڏيو ويو ۽ انهن ئي نومبر 1917ع ۾ روس ۾ "پورهيت انقلاب" آندو. 1918ع ۾ لينن ۽ سندس ساٿين بالشويڪ پارٽي جو نالو بدلائي ان کي "ڪميونسٽ پارٽي" سڏيو.

**باميان** (Bamyan) : افغانستان جي شهر ڪابل جي اتر الهندي طرف 80 ميلن جي فاصلي تي هندوڪش جبلن جي وچ ۾ برف سان ڍڪيل "ڪوهه بابا" جي هنج ۾ واقع "باميان وادي" هڪ پهاڙي ماٿري آهي. جتي پٿر جي دور جا آثار ۽ انساني تهذيب، تمدن ۽ رهڻي ڪهڻيءَ جا ماڳ مڪان ۽ گوتم ٻڌ جا عظيم الشان بت موجود آهن. ماضيءَ ۾ هيءَ ماٿري تاريخي شاهراهه ريشم کي وچ ايشيا سان ملائڻ جو واحد رستو رهي آهي. قديم دور کان هي تاريخي ماڳ پنهنجي فطري حسن ۽ تهذيب جو مرڪز آهي ۽ دنيا جي سياحن ۽ تحقيق ڪندڙن لاءِ وڏي ڇڪ رکي ٿو. باميان ماٿريءَ ۾ داخل ٿيڻ لاءِ به ڪشادا لڪ "درهٔ فولادي" ۽ درهٔ ڪڪرڪ" استعمال ڪرڻا پون ٿا. جڏهن نه چوڌاري وڏا پهاڙ ۽ اوڪا لڪ، ڦاٽ ۽ اونهيون کاهيون آهن.

ڪتاب 'جنت السنڌ' جو ليکڪ رحيم داد خان مولائي شيدائي لکي ٿو: "هندوڪش جي جبلن جي وچ ۾ "باميان" وڏو بت خانو هو، جتي غارن ۽ غفائن ۾ 12 هزار بت رکيل هئا. اتي موجود بُت خانن مان هڪڙي عمارت سون جي هئي. جنهن کي عرب محقق زڪريا قزويني "بيت الذهب" جي نالي

سان لکيو آهي ۽ هر هڪ بُت جو احوال جدا جدا ڏنو آهي. حجاج بن يوسف جي ڏينهن ۾ باميان فتح ٿيڻ وقت عرب فاتحن کي هتان سوين مڻ سون هٿ آيو هو. مامون الرشيد جي ڏينهن ۾ بعض بُت تحقيق لاءِ بغداد جي بيت الحڪمت پهچايا ويا هئا."

آثار قديمہ جي مشهور پنج ماهرن جارج هاڪنز، آندري گودارڊ، مادام گودارڊ ۽ موسيو الفرڊ فوشا، جن 1922ع کان 1924ع دوران جدا جدا وقتن تي "باميان ماٿريءَ" ۾ موجود انساني وسندين ۽ اتي موجود گوتم ٻڌ جي وڏن شاهڪار مجسمن تي ڏينهن رات هڪ ڪري تحقيقي ڪم ڪيا، جن جي تحقيق مطابق قدبت جي لحاظ کان ننڍو مجسمو جنهن کي اتي جي



باميان جا بُت

مقامي ماڻهن "شمائيلا" تي سڏيو. ان جي اوچائي 53 ميٽر هئي. اهو مجسمو پهرين صدي عيسويءَ ۾ گهڙيو ويو هو. جيئن تہ هي سنگتراشيءَ جو شروعاتي دور هو، ان ڪري ان مجسمي جي جوڙجڪ ۾ بنيادي خاميون عيب پڌرا ٿي نظر آيا. انهن عيبن کي درست ڪرڻ لاءِ انهيءَ جابلو پٽيءَ ۾ شمائيلا مجسمي کان لڳ ڀڳ سؤ ميٽر مفاصلي تي هڪ ٻيو مجسمو تيار ڪيو ويو، جيڪو پهرئين مجسمي کان قدبت جي لحاظ کان 53 ميٽر وڏو هو.

باميان ماٿريءَ جي عروج جو زمانو تقريباً 200 ق. م کان شروع ٿئي ٿو ۽ 200ع کان 500ع تائين پنهنجي زوال کي رسي ٿو. جڏهن جديد افغانستان جي تاريخ جو مطالعو ڪجي ٿو تڏهن معلوم ٿئي ٿو تہ انهن ٻڌ آثارن کي سڀ کان پهرين شديد نقصان امير عبدالرحمان جي دور ۾ رسيو. جنهن 1880ع کان 1893ع (تيرهن سال) طويل جنگ کان پوءِ اتي جي هزار جات قبيلي کي شڪست ڏيڻ کان پوءِ هزاره آباديءَ جو قتل عام ڪيو. گڏوگڏ باميان ماٿريءَ ۾ موجود ڪيترن ئي تاريخي، تهذيبي ۽ ثقافتي ماڳن ۾ گوتم ٻڌ جي مجسمن کي شديد نقصان پهچايو. مارچ 2001ع ۾ طالبانن پاران توپن جي گولن سان مجسمن جي ڪمزور حصن، پيشاني ۽ هٿن کي اڏايو ويو. ان عمل کي سڄي دنيا ۾ ننديو ويو.

**باهو، سلطان** رح: پنجابي ۽ سرائڪي شاعر، بزرگ ۽ عالم سلطان باهو 1038هه/1628ع ڌاري شور ڪوٽ (جهنگ) پنجاب ۾ پيدا ٿيو. سلطان باهو پنهنجي هڪ ڪتاب "عين الفقر" ۾ پنهنجي والده جو شڪريو بجا آندو آهي، جو ان سندس نالو "باهو" رکيو. هن پنهنجي نثري ڪتابن جي شروعات ۾ پنهنجو تعارف "فقير باهو" جي نالي سان ڪيو آهي. سندس پيءُ جو نالو محمد بازيد هو جيڪو حافظ قرآن، فقيهہ ۽ عالم هو. سندس ابا ڏاڏا "سون" واديءَ جا "اعوان" هئا. جيڪي حجاز کان هرات جي رستي سون سڪيسر اچي آباد ٿيا. هن جو نسب هاشمي علوي هو ۽ شجره نسب حضرت علي ابن ابي طالب عليہ السلام سان ملي ٿو.

سلطان العارفين سلطان باهو ڪنهن کان بہ ظاهري طور علم حاصل نہ ڪيو پر قدرت جي طرفان کيس علم لدني عطا ٿيو جنهن جي ڪري هي حافظ قرآن هجڻ سان گڏ حديث، فقهہ، تصوف، فلسفي ۽ منطق جي علمن تي پڻ کيس عبور حاصل هو. علم لدني جي تصديق سندس ڪتاب "نورالهديٰ" مان ٿئي ٿي. سلطان باهو رح اجان ننڍو هو تہ سندس والد لاڏاڻو ڪري ويو. ابتدائي تعليم پنهنجي والده کان حاصل ڪيائون پر ڪڏهن بہ ڪنهن مدرسي يا مکتب ۾ نہ پڙهيو. هن پنهنجي زندگي هميشہ نهايت سادگيءَ سان گذاري. دنياوي ڪاروبار کي وڌائڻ جي هرگز ڪوشش نہ ڪيائون. اباڻيون بہ جاگيرون قلعي شورڪوٽ ۽ قلعي قهرگان ۾ هيون جيڪي هن صاحب علم غريبن ۾ ورهائي ڇڏيون. سندس پيغام جو مقصد نفس جي اصلاح آهي. سندس تصنيفن جو تعداد تحقيقي روايتن مطابق هڪ سئو چاليهہ آهي پر هن وقت تائين جيڪي بہ ڪتاب ميسر ٿي سگهيا آهن انهن جا نالا هي آهن: (1) ديوانِ باهو، (2) تيغ برهنہ، (3) گنج اسرار، (4) ڪليد التوحيد، (5) محبت الاسرار، (6) مجالستہ النبي ﷺ، (7) اورنگ شاهي، (8) رسالہ وحي، (9) اميرالڪونين، (10) محڪ الفقراءِ خورد، (11) محڪ فقراءِ ڪلان، (12) ڪشف الاسرار، (13) حجت الاسرار، (14) فضل اللقاء، (15) توفيق الهدايت، (16) طرفتہ العين، (17) نور الهديٰ ڪلان، (18) ڪليد جنت، (19) جامع الاسرار، (20) محرم الفقراءِ، (21) مفتاح العارفين، (22) اسرار قادري، (23) عين الفقراءِ، (24) عقل بيدار، (25) قرب بيدار، (26) نور الهديٰ، (27) شمس العارفين ۽ (28) ابيات باهو (سہ حرفي يا ٽيهہ اکري).

سلطان العارفين سلطان باهو پنهنجي نثري توڙي نظمي تصنيفن ۾ نفس جي اصلاح جو سبق پڙهائي ٿو ۽ اهو ڄاڻائي ٿو تہ نفس جي اصلاح کان سواءِ انسان بيڪار آهي. خود شناسي ۽ خدا شناسي جي تلقين ڪري ٿو دنيا ۽ عقبيٰ جون منزلون فقر ڪامل جي اڳيان هيچ آهن. سندن بيتن ۾



صوفيائي خيالن جو فلسفو پڻ ملي ٿو سندن قول مطابق عرفان، نفس ۽ پنهنجي ذات کي سڃاڻڻ جو درس آهي. سلطان باهو معرفت، طريقت ۽ ڪرامت جو وڏو صاحب هو. هن ماڻهن لاءِ پنهنجي فيض کي عام ڪري ڇڏيو هي تمام وڏو شاعر هو هي سڄي عمر پنهنجي شهر شورڪوٽ ۾ رهيو ۽ اتي ئي 1102هه/1690ع ۾ وفات ڪيائين. سندس مقبرو اڄ تائين هر خاص و عام لاءِ وڏي بابرڪت جاءِ آهي.

**باڇي شريف:** باڇي شريف پني عاقل کان ٻه کلو ميٽر اولهه تي نوراجا روڊ تي هڪ وسندڙ ڳوٺ آهي جتي ڌاريجا، ميراڻي، پيٽا، کلهوڙا، دايا ۽ مگسي ذات جا ماڻهو رهن ٿا. هن ڳوٺ ۾ هونئن ته وڏا وڏا استاد، عالم، حڪيم، فنڪار ۽ شاعر پيدا ٿيا آهن، پر ڳوٺ جي عظمت جي اهڃاڻ درگاهه شريف آهي. جتان خليفي محمد صالح صاحب عام خلق لاءِ رشد ۽ هدايت جو سلسلو شروع ڪيو. چون ٿا ته خليفو صاحب ايترو ته متقي، پرهيزگار ۽ صاحب شريعت هو، جو حضرت تاج محمود امروٽي صاحب پاڻ اچي باڇي پرسان ڳوٺ ڳگل ۾ ڪيس معرفت جي جاڻ اتان ئي عطا ڪئي. روحاني امانت سپرد ڪئي باڇي شريف ۾ روحانيت جو سلسلو شروع ٿيو، جيڪو اجا تائين قائم آهي. مولانا محمد صالح طرفان اهو فيض عام ۽ خاص لاءِ 1942ع تائين جاري رهيو. پاڻ عربي ۽ فارسي جو وڏو ڄاڻو هو. کيس تفسير ۽ منطق تي خاص ملڪو حاصل هو. جيتوڻيڪ پاڻ ڪتان ٻه باقاعدي فارغ التحصيل نه هو. خليفي صاحب جو استاد مولوي عبدالله پتو هو. باڇي شريف ۾ باقاعدي مدرسو قائم ڪيائين. جتان ڪيترا ناميارا عالم نڪتا، جن ۾ مولوي عبدالمجيد لنجار، فقير ولي محمد، ميان صابل شاھ، حاجي نظام الدين ۽ ٻيا شامل آهن. خليفي صاحب جي عقيدت مندن ۾ڪيترن قبيلن جا ماڻهو شامل هئا. درگاهه باڇي شريف کي وڌيڪ دوام ۽ شهرت خليفي صاحب جي لائق فرزند ميان عبدالستار بخشي، جيڪو 1929ع ۾ ڄائو ۽ پنهنجي والد صاحب جي وفات (1942ع) وقت 12 سالن جو هو. گاديءَ تي ويٺو ۽ جلد ئي پنهنجي بصيرت، ڏاهپ ۽ روحاني فيض سان سنڌ ۽ پاڪستان ۾ مقبول ٿيو. ميان صاحب هاليجوي شريف جو مريد هو. سندس هاڪ ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پکڙجي وئي ۽ هزارين ماڻهو سندس مريد ۽ عقيدت مند بڻيا. سندس روحاني فيض جو اهو عالم هو جو باڇي شريف ۾ هر جمعي تي سائس ملڻ لاءِ ايندڙن جو ميلو متل هوندو هو. وقت جا ڪامورا، وڏيرا ۽ جاگيردار به سندس عقيدت واري حلقي ۾ شامل هئا. هو ماڻهن جي ڪم نه ايندو هو ۽ ماڻهو پنهنجا ذاتي ڏک سک سائس ونڊي دعا حاصل ڪندا ۽ مسئلا حل ڪرائيندا هئا. وڏي سياسي بصيرت جو مالڪ هو. سياستدان سندس سياسي حمايت حاصل ڪرڻ لاءِ بيچين هوندا هئا. ميان صاحب پنهنجي وقت جو وڏو حڪيم به هو.

**ببليوگرافي** (Bibliography): ببليوگرافي لفظ يوناني ٻوليءَ جي ٻن لفظن "ببلس" (Biblious) معنيٰ "ڪتاب" ۽ "گرافو" (Grapho) معنيٰ ٿي "ڪتاب لکڻ يا نقل ڪرڻ."

موجوده وقت ۾ ببليو گرافيءَ جا ٻه مکيه مطلب ورتا ويندا آهن: (1) ڪتابن جي سلسلي وار ترتيب ۽ (2) ڪتابن بابت مستند ڄاڻ.

1. **ڪتابن جي سلسليوار ترتيب:** هن قسم جي ببليو گرافيءَ ۾ ڪتابن جي فهرست يا ترتيب اهڙي نموني رکي ويندي آهي، جو محققن، شاگردن ۽ استادن کي ڪتابن حاصل ڪرڻ ۽ حوالا چونڊڻ ۾ آساني ٿئي.

2. **ڪتابن بابت مستند ڄاڻ:** هن قسم جي ببليوگرافيءَ کي تجزياتي ببليوگرافي به چئجي ٿو. هي جديد طريقو آهي، جيڪو 20 هين صدي عيسوي ۾ ترقيءَ تي پهتو.

ببليوگرافي ڪنهن به ٻولي ۾ لکيل ڪتابن جي فهرست کي چئجي ٿو. ببليوگرافيءَ هڪ قسم جو آرٽ به آهي ته سائنس به. ڇاڪاڻ ته هن ۾ اهي سڀئي ڳالهيون شامل آهن. جيڪي ٻنهي علمن لاءِ لازمي ٿين ٿيون. جيئن ته هن وقت دنيا جي هر ترقي يافته ٻوليءَ ۾ روزانو سوين ڪتاب پيا ڇپجن. ان ڪري ببليوگرافيءَ کي پڻ مختلف شاخن ۾ ورهايو ويو آهي. مثلاً سائنسي ڪتابن جي جدا ببليوگرافي تيار ڪئي ويندي آهي ته وري ديني، ادب جي جدا، تاريخي ڪتابن، ناولن، شاعريءَ، رسالن ۽ ٻاراڻي ادب جون جدا جدا ببليوگرافيون تيار ڪيون وينديون آهن. موجوده وقت ۾ هن علم اجا به وڌيڪ ترقي ڪئي آهي، جنهن موجب ڪتاب جو نالو، ليکڪ/مترجم/ مرتب جو نالو، ڪتاب ۾ ڪم آندل پني، جلد بندي، صفحن، ڇپائيءَ جي تاريخ ۽ سال وغيره جي معلومات درج ڏيندي آهي.

سنڌي ٻوليءَ ۾ به پاڪستان کان اڳ هندو عالمن، سنڌي ڪتابن جون ببليوگرافيون تيار ڪيون هيون. تازو ڪجهه ادارن سنڌي ڪتابن جون ببليوگرافيون شايع ڪيون، جن ۾ انسٽيٽيوٽ آف "سنڌالاجي" ۽ "سنڌي ادبي بورڊ" وغيره شامل آهن. جن مان شاگردن، استادن ۽ عام ماڻهن کي سنڌي علم ۽ ادب بابت سڀني ۽ مفيد معلومات حاصل ٿي رهي آهي. مطلب ته ببليوگرافي ڪتابن بابت هڪ قسم جي ڊائريڪٽري هوندي آهي، جنهن مان پڙهيل طبقو چڱو لاڀ حاصل ڪري سگهي ٿو ۽ آسانيءَ سان گهربل موضوع بابت ڪتاب آسانيءَ سان ڳولي سگهجي ٿو.

**بچاڻي، فضل احمد:** ناليوارو اديب، ڪهاڻيڪار، مضمون نگار، مقالا نويس ۽ مترجم فضل احمد بچاڻي، 1934ع ڌاري ٽنڊي الهيار شهر ۾ ڄائو. جيتوڻيڪ هو تخليڪار هو، پر سندس اهم سڃاڻپ مترجم جي حيثيت ۾ آهي، هن اڪثر ترجما انگريزيءَ مان ڪيا، جيڪي آسان ٻولي، لفظن جي درست استعمال، تخليقي انداز ۽ موضوع جي لحاظ کان ڪافي مقبول آهن. هن جيڪي ڪتاب ترجمو ڪيا ۽ لکيا، تن جو تفصيل هن ريت آهي:



(1) "سپون" (خليل جبران جي چونڊ افسانن جو ترجمو: 1960ع)، (2) "تازبو" (طبڪزاد ڪهاڻين جو مجموعو: 1962ع)، (3) "عاشي" (هينري رائڊر گيرڊ جي ناول 'She' جو ترجمو: 1961ع)، (4). "روح جي ڳولا" 'Shadows in the Wall' جو ترجمو)، (5) "سڌارٿ" (هرمن جي ڪتاب 'Sitharta' جو ترجمو: 1982ع)، (6) "سزا جا سڪ" (آسڪر وائلڊ جي خطن 'Deprofundis' جو ترجمو: 1983ع)، (7) "آسيه، عاشي جي واپسي" (رائڊر هيگرڊ جي ناول 'Aeshe-The Return of She' جو ترجمو: 1983ع)، (8) "تصوير جو خون" (آسڪر وائلڊ جي ناول 'Picture Dorian Grey' جو ترجمو: 1983ع)، (9) "سورن سانديياس" (وڪٽر جي ناول 'Lemiserable' جو ترجمو)، (10) "اڳي ائين هياس" (يادگيريون: ٻه حصا).

ان ڪانسواءِ سندس بيشمار مضمون، مقالا ۽ ترجما مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيل آهن. فضل احمد بچاڻيءَ 1987ع ۾ وفات ڪئي.

**بچل شاھ مياڻيءَ وارو:** بچل شاھ دادو ضلعي جي مانجهند شهر ۾ 1807ع ۾ ڄائو ۽ 1906ع ۾ وفات ڪيائين.ننڍي هوندي ئي ويراڳ اختيار ڪيائين ۽ آخرڪار جمون (ڪشمير) جي صاحب ولايت الف شاھ کان فيضياب ٿيا، 12 سالن بعد موٽي آيو ۽ روهڙي ويجهو چيري بند کي پنهنجو مسڪن ۽ اتي سماع جون محفلون مچايائين، بعد ۾ موجوده بچل شاھ مياڻي، سکر ۾ اچي آستانو قائم ڪيائين. جنهن کي پريم نگر چيو ويندو هو. ڪيترائي هندو توڙي مسلمان سندس معتقد هئا. سندس ڪلام ناصحانه ۽ عارفانه آهي، جيڪو جهر جهنگ ڳايو وڃي ٿو ۽ سندس مزار تي هر سال عاليشان ميلو به لڳندو آهي.

**بخاري، ممتاز:** ليکڪ ۽ صحافي ممتاز بخاري، پهرين جون 1968ع تي گهوٽڪي ضلعي جي ڳوٺ جهانپور شريف ۾ جنم ورتو. مڊل تائين تعليم ڳوٺ مان حاصل ڪيائين، جڏهن ته مئٽرڪ ميرپورماٿيلي هاءِ اسڪول



مان ڪيائين. شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور مان 'بين الاقوامي تعلقات' شعبي ۾ ايم. اي ڪيائين. ان ڪان سواءِ آنرس سائيڊ تي ايم. اي امتيازي نمبرن سان پاس ڪيائين. اسڪول جي زماني کان ٻارن جي رسالي "گل ڦل" ۾ لکڻ شروع ڪيائين، بعد ۾ لوڪ ادب ۽ ڪلاسيڪي شاعريءَ جو مطالعو ڪيائين. سندس ترتيب ڏنل پهريون ڪتاب انور علي شاهه جو ڪلام "انتخاب انور" آهي.

لطيف يونيورسٽيءَ ۾ پڙهڻ دوران کيس ادبي ماحول ميسر ٿيو. ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ جي صلاح تي ترجما ڪيائين. ريڊيي پاڪستان خيرپور جي مختلف پروگرامن ۽ معلوماتي پروگرام "ريڊيو ڄاڻيٽي" جا اسڪرپٽ لکيائين. هي انسائيڪلوپيڊيا طرز جو پروگرام هو. سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي انسائيڪلوپيڊيا اسڪيم ۾ حصو ورتائين. ممتاز بخاري ريڊيو پاڪستان خيرپور تان ٻه ڪيترا پروگرام ڪيا. ريڊيو لاءِ ٽي ڊراما لکيائين، اخبارن ۽ رسالن ۾ ڪهاڻيون ۽ مضمون لکيائين. هن مختلف اخبارن ۾ سماجيات، سياست، انٿراپالاجي، پاڻيءَ جي مسئلي، ڌوٻن جي دنيا، جرڳن ۽ برادرين جي جهيڙن وغيره تي تحقيقي رپورٽون ڊاڪيومينٽريون ٻه لکيون.

آڪٽوبر 2002ع ۾ جڏهن دنيا جو پهريون سنڌي سيٽلائيٽ چئنل ڪي. ٽي. اين شروع ٿيو ته ممتاز بخاري سکر ۾ ڪي. ٽي. اين جو فيلڊ پروڊيوسر مقرر ٿيو ۽ اڳتي هلي هن ڪي ڪاوش اخبار جي بيورو چيف سان گڏ ڪي. ٽي. اين سکر ريجن جو انچارج ٿيو. هن جون ڪي. ٽي. اين تي 200 کان وڌيڪ ننڍيون وڏيون ڊاڪيومينٽريون ۽ نيوز اسٽوريون ٻه آهن. هن مختلف شعبن جي شخصيتن جا انٽرويو ٻه ڪيا ۽ ڪرنٽ افيئر ۽ اليڪشن جي پروگرامن جي ڪمپيئرنگ ٻه ڪئي، "بالي" ممتاز بخاريءَ جو سيريل K.T.N تي ڏاڍو مشهور ٿيو، جنهن جي ڊائريڪشن ۾ ٻه هن حصو ورتو. ان کانسواءِ "سندس ڊرامي "آخري معيار" جيو. ٽي. وي تان هلي مقبوليت حاصل ڪئي. هن سنڌي ٽيلي فلم "ڍولڻ جاني" جي ٻه ڊائريڪشن ڏني.

ممتاز بخاري سنڌي ادبي سنگت ۾ ٻه متحرڪ رهيو آهي، هو 1991ع ۽ 1992ع ۾ ٻه ڀيرا سنگت شاخ شاهه عبداللطيف يونيورسٽيءَ جو سيڪريٽري، 2007ع ۾ سنڌي ادبي سنگت شاخ سکر جو سيڪريٽري، 1994ع کان 1996ع تائين مرڪزي جوائنٽ سيڪريٽري جنرل شمس سومري جي استعيفيٰ بعد هو 9 مهينا سنگت جو قائم مقام سيڪريٽري جنرل رهيو. 'سنڌي ٻولي- قومي ڏهاڙي' ملهائڻ سان گڏ پاڪستان جي مادري ٻولين کي قومي ٻولين جي درجي ڏيارڻ لاءِ صحيحن جي مهم هلائي، هزار صحيحن جو ڊرافٽ قومي اسيمبليءَ جي ميمبرن تائين پهچايو. س. ا. س لطيف يونيورسٽي شاخ جو رسالو "سنڌ سرهاڻ"جاري ڪيائين.

سندس هيٺيان ڪتاب ۽ ناول ڇپيل آهن: (1) 'روپ ٻهروپ' (ڪهاڻيون ٻين سان گڏ: 1992ع) پريت پبليڪشن، خيرپور، (2) 'تون خدا آهين!' (ڪهاڻيون: 1992ع) پريت پبليڪشن، خيرپور، (3) 'ٻيو چنڊ ٻه ٻڏي ويو' (1998ع)، سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد، 'ڪن پل جو ڄانورو' (ناوليٽ: 1997ع) سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد، (4)- 'چونڊيل ڪهاڻيون' (ترجمو: حبيب ساجد سان گڏ) 1998ع روشني پبليڪشن، ڪنڊيارو، (5) 'صوفيءَ جي دنيا' (جوسٽين گارڊر جي ڪتاب جو ترجمو) 2000ع روشني پبليڪشن، ڪنڊيارو.

**بدر ڏامراهو:** شاعر، ڪهاڻيڪار ۽ مقالا نگار بدر الدين ڏامراهو، 15 ڊسمبر 1961ع تي ڏامراهه، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيو. ايم. اي (سنڌي) ۽



ايم. فل آهي، ۽ سيڪنڊري اسڪول ۾ استاد آهي. سندس ڪيتريون تحريرون شايع ٿيل آهن. سندس ڇپيل ڪتابن ۾ "سنسڪرت - سنڌي لغت" (روشني پبليڪيشن 2008ع) ۽ "لطيفي انسائيڪلوپيڊيا" روشني پبليڪيشن: 2007) شامل آهن. سندس ڪتاب "سنسڪرت- سنڌي لغت" کي 2008ع جي بهترين تحقيقي ڪتاب طور سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ ۽ ثقافت کاتي حڪومت سنڌ پاران اوارڊ ۽ ڏار ڏار 25000 رپين جا انعام ملي چڪا آهن.

**بدام جو دڙو:** هيءُ دڙو قمبر تعلقي جي ديهه نورلکيءَ ۾ موجود بدام ڍنڍ جي وچ ۾ آهي، جيڪا ڍنڍ پنهنجي بداماڻيءَ جي ڏاڏي جي نالي پويان سڏجي ٿي. هيءُ دڙو ڪل ڇئن ايڪڙن تي محيط آهي.

**بدو جبل:** بدو جبل، سيوهڻ کان اولهه طرف منڇر جي ڏکڻ ۾ پٽ ۽ لڪي جابلو سلسلي جي وچ ۾ آهي ۽ هن جبل جي سڀ کان اوچي چوٽي اٽڪل 3000 فٽ آهي. جبل جو هي سلسلو اتر ۾ ٽئنگ کان شروع ٿي. ڏاڦڙي جبل جي سڌ ۾ ختم ٿئي ٿو. ڏاڦڙو جبل رني ڪوٽ کان اولهه ۾، ۽ بدو، ڏاڦڙي کان ٻه اولهه طرف آهي. جيتوڻيڪ بدي جي شروعات اتر ۾ ٽئنگ کان ٿئي ٿي، جتي گرم پاڻيءَ جو هڪ چشمو آهي، پر بدي جون ننڍيون ننڍيون ٽڪريون، گاجي شاهه کان ئي شروع ٿي وڃن ٿيون، جيڪو مقام منڇر ڍنڍ جي اولهه ۾ آهي.



بدو جبل، بنيادي طور تي پٽ جبل وانگر کيرٿر جبل جي هڪ اهم پاسراڻي آهي. هي جبل ٻه ٽريشري (Tertiary) دور جو آهي. هتان ليجنڊز (Fossils) پنڊ پهڻ ظاهر ڪن ٿا ته هتي ڪروڙن سال اڳ، مختلف وقتن تي سمنڊ، گپ ۽ خشڪيءَ جو راڄ هو. انهن پنڊ پهڻن ۾ سپيون، ڪوڏ، مڇيون، ڪڇون، وڻ، ٻوٽا ۽ خشڪيءَ جا ننڍا جانور شامل آهن.

بدو جبل، ريتيلي، پٿر، نباتات ۽ ساموندي حياتيءَ سميت ٻين معدني عنصرن جي گڏيل جوڙجڪ آهي ۽ ان ۾ گندرف جا ٻه چڱا خاصا ذخيرا موجود

آهن. اهو ئي سبب آهي، جو بدي جبل ۾ گاجي شاهه، ڪائي ۽ نئنگ وارا گرم پاڻيءَ جا چشما موجود آهن.

انساني اوسر تي تحقيق ڪندڙ اڪثر ماهر ان تي متفق نظر اچن ٿا ته منڇر جي اولهه ڏکڻ وارو سنڌ جو هي ٽاڪرو علائقو جيڪو ڪيرٿر، بدي ۽ لڪي جبلن تي مشتمل آهي، موهن جي دڙي ۽ آمريءَ کان اڳ، انساني تهذيب جو آماجگاهه رهيو آهي.

بدو جبل، بيهڪ جي لحاظ کان ٺيڪ ان جاءِ تي آهي، جتي تاريخ کان اڳ واري زماني جون ٻه مکيه واٽون گڏجن ٿيون. انهن مان هڪ شاهراهه بدي ۽ لڪي جبل جي وچ مان جهانگارن کان ڏکڻ طرف ڪرچات ۽ ٽاٽي بولا خان کان ٿيندي اڳتي ٿي وڃي، ٻي واٽ سيوهڻ ۽ جهانگرن وٽان ٿيندي ڪائي ۽ نئنگ وٽان لنگهي، لاهوت ۽ خضدار وٽان ٿيندي ايران طرف ٿي وڃي.

سنڌ جي اڳوڻي وڏي وزير عبدالله شاهه جي دور ۾، بدي جبل تائين باقاعده هڪ روڊ پهچايو ويو، جنهن بعد اتي وڏي پيماني تي عمارتون به ٺاهيون ويون هيون. محترمه سسئي پليجو جڏهن 2008ع جي چونڊن کان پوءِ اپريل 2008ع ۾ صوبائي وزير ثقافت ۽ سياحت بڻجي ته هن ”گورک هل ڊيولپمينٽ اٿارٽي“ ٺهرائي محترم عبدالقادر منگيءَ کي ڊائريڪٽر جنرل مقرر ڪرايو ۽ گورک هل جي ترقيءَ سان گڏ بدي جبل تي قائم سياحتي رٿائن کي هٿ ۾ کنيو. هن وقت ثقافت کاتو ۽ سياحت کاتو ڌار ڪيا ويا آهن ۽ بدي ۽ گورک جبلن جون سياحتي رٿون سياحت کاتي جي موجوده وزير شازيه عطا مري جي ترجيح هيٺ آهن.

**برازيل** (Brazil): هن ڏکڻ آمريڪي ملڪ جو سرڪاري نالو وفاقي جمهوريه برازيل (Republica Federative Dobrasil) آهي. برازيل ڏکڻ آمريڪا جو اهم ملڪ آهي ۽ آباديءَ ۽ ايراضيءَ جي لحاظ کان دنيا جي پنجن وڏن ملڪن مان هڪ آهي ۽ ڏکڻ آمريڪا کنڊ جي ڪل پکيڙ جو اڌ حصو هن ملڪ ۾ شامل آهي. هن جي اتر ۾ وينزويلا، گويانا، سورينام، فرنسي گيانا ۽ ائٽلانٽڪ سمنڊ، اوڀر ۾ ائٽلانٽڪ سمنڊ، ڏکڻ ۾ يوراگوئي، اولهه ۾ ارجنٽينا، پيراگوئي، بوليويا ۽ پيرو، اتر اولهه ۾ ڪولمبيا آهن.




هن ملڪ جي اتر کان ڏکڻ طرف ڊيگهه 4350 ڪلوميٽر (2700 ميل) آهي. هن جي اتر ۾ ايميزون نالي وڻن جا گهاٽا ٻيلا آهن. جن ملڪ جي اڌ ايراضيءَ کي گهيري ورتو آهي. برازيل جي ڪل پکيڙ 8511965 چورس ڪلوميٽر (3285618 چورس ميل) ۽ آبادي 17 ڪروڙ 50 لک آهي. هن ملڪ جي گاديءَ جو هنڌ برازيليا (Brasilia) آهي. جيڪو انتهائي جديد طرز تي آباد شهر آهي. جنهن کي 1956ع کان تعمير ڪيو هو ۽ 1968ع ۾ هن شهر جو وڏو حصو مڪمل ٿي ويو هو. اسلام آباد ۽ برازيليا جي تعمير جو زمانو لڳ ڀڳ ساڳيو آهي. هن جو سڀ کان مٿانهون هنڌ نبلينا (Niblina) آهي، جيڪو سمنڊ کان 3014 ميٽر بلند آهي. هن ملڪ جي سرڪاري ٻولي پرتگالي آهي. جڏهن ته هتي انگريزي، اطالوي ۽ اسپيني پڻ ڳالهائجن ٿيون. هن ملڪ جي موسم ايميزون وارن حصن ۾ سدائين گرم ۽ گهميل هوندي آهي. باقي جابلو علائقن جي موسم خوشگوار هوندي آهي.

برازيل جي مکيه زرعي پيداوار ۾ ڪافي، ڪپهه، تماڪ، سويابين، ڪوڪو چانور، مکئي، ميوا، ربڙ ۽ ڪيلو آهي. هتان جي مکيه صنعتن ۾ فولاد، موٽرگاڏيون، سامونڊي جهاز، مشينري، پيٽرول ڪيميڪل، ڪاغذ، پلاسٽڪ، پروڊڪٽس شراب، سيمينٽ، ڪپڙو دوائون ۽ سياحت شامل آهي ۽ مکيه معدنيات ۾ لوهه، هيرا، سون، ٽين، باڪسائيٽ، تيل، يورينيم، ڪوئلو اچي وڃي ٿو.

برازيل جو سڪو ڪروزيرو (Cruzeiro) آهي. برازيل ۾ ڪيترائي هزار سال اڳ قديم انڊين قبيلا گوراني ۽ ٽوپي ناما آباد هئا. اسپيني جهازران وسنٽ يانيزپنيزون پهريون يورپي هو، جيڪو 26 جنوري 1500ع تي برازيل جي ڪناري تي لٿو، پر برازيل کي ڳولهڻ جو ڪريڊٽ پرتگالي سامونڊي ڪمانڊر پيڊرو الوانس (Pedro Allvanes Caberel) ڪيبرل ڏانهن وڃي ٿو. جيڪو 22 اپريل 1500ع تي اوڀرين برازيل جي ڪناري تي لنگر انداز ٿيو ۽ پرتگال جي ملڪيت تي دعويٰ ڪيائين. 1530ع ۾ شاهه پرتگال جان III هتي آبادڪاريءَ جو پروگرام ٺاهيو. جنهن هيٺ شاهه، برازيل کي 15 ضلعن ۾ ورهايو. هتي آفريقي شيدين جي 16 صدي عيسويءَ ۾ آبادڪاري ٿي. 1699ع ۾ هتي سون ۽ 1721ع ۾ هيرا لڌا. جنهن کان پوءِ يورپي نون آبادڪارن جي هڪ وڏي کيپ هتي پهتي.1727ع ۾ هتي پهريون ڀيرو ڪافيءَ جي پيداوار ٿي.

1750ع ۾ پرتگال ۽ اسپين ميڊرڊ ٺاهه هيٺ ڏکڻ آمريڪا کنڊ کي هڪ ٻئي ۾ ورهائي ڇڏيو. 1807ع ۾ فرانس جي شهنشاهه نيپولين بوناپارٽ پرتگال تي قبضو ڪيو ته 7 مارچ 1808ع تي شاهي خاندان برازيل ۾ پناهه ورتي. 1815ع ۾ پورچوگالي بينڪن کي ”پورچوگال جي گڏيل بادشاهت“ جو نالو ڏنو ويو. 1821ع ۾ بادشاهه جان ڇهين پنهنجي پٽ جان پيڊرو کي پنهنجو نائب مقرر ڪيو. 3 جون 1822ع تي پيڊرو اسيمبليءَ جو اجلاس طلب ڪيو. تنهنڪري 7 سيپٽمبر 1822ع تي پيڊرو، برازيل جي آزاديءَ جو اعلان ڪري ڇڏيو. پهرين ڊسمبر 1822ع تي ڊام پيڊرو برازيل جو شهنشاهه ٿيو. انهيءَ نئين مملڪت کي سڀ کان اڳ آمريڪا 1824ع ۾ قبول ڪيو. 24 سيپٽمبر 1834ع تي پيڊرو پهرئين جي انتقال کان پوءِ 23 جولاءِ 1840ع تي آئين ساز اسيمبليءَ پيڊرو ٻئي کي بادشاهه مقرر ڪيو. جنهن 14 جولاءِ 1841ع تي برازيل جو تاج سنڀاليو. مئي 1888ع ۾ شاهه پيڊرو ٻئي غلاميءَ جي خاتمي جو اعلان ڪيو.

15 نومبر 1889ع تي خوني انقلاب کان پوءِ شاهه پيڊرو ٻئي کي تخت تان لاٿو ويو انقلاب جو ليڊر ڊيوڊوروڊ افونسڪا هيو. ملڪ کي جمهوريه بنائي، يونائيٽيڊ اسٽيٽس آف برازيل جو نالو ڏنو ويو. 24 فيبروري 1891ع تي هتي آمريڪي طرز جو آئين نافذ ٿيو فونسڪا جي حڪومت صرف 20 ڏينهن رهي. پهرين عالمي جنگ دوران جرمنيءَ برازيل جي سامونڊي ٻيڙين تي حملو ڪيو ته هن آگسٽ 1917ع ۾ جرمنيءَ سان سڀ سفارتي لاڳاپا ختم ڪري ۽ 26 آڪٽوبر 1917ع تي جرمنيءَ خلاف جنگ جوٽي ڇڏي، ٻي عالمي جنگ دوران 22 آگسٽ 1942ع تي جنرل فيٽوليو ورگس (Fetuleo Vergas) جرمنيءَ ۽

اٽليءَ خلاف جنگ جو اعلان ڪري ڇڏيو. ورگس 3 آڪٽوبر 1950ع جي صدارتي چونڊن ۾ ٻيهر صدر ٿي آيو. پر آگسٽ 1954ع ۾ ورگس مخالف اخبار جي ايڊيٽر جي قتل ڪان پوءِ حالتون خراب ٿي ويون. فوج صدر ڪان استعيفيٰ جو مطالبو ڪيو. تنهن ڪري 24 آگسٽ 1954ع تي ورگس استعيفيٰ ڏني ۽ ترت ئي خودڪشي ڪري ڇڏي. 21 اپريل 1960ع تي ريوڊي جنيرو جي جاءِ تي برازيليا کي ملڪ جي گاديءَ جو هنڌ قرار ڏنو ويو. 1983ع ۾ برازيل دنيا جو سڀ کان وڏيڪ قرضي ملڪ ٿي ويو. جنهن تي 100 بلين ڊالرن جو قرض واجب الادا هو. آگسٽ 2000ع ۾ شديد بارش ۾ سوين ماڻهو مري ويا ۽ هزارين بي گهر ٿي ويا.

برازيل وفاقي جمهوريه آهي. جتي صدارتي طرز جي حڪومت قائم آهي. صدر رياست جو مملڪتي اڳواڻ ۽ هٿياربند فوج جو ڪمانڊر انچيف آهي. صدر ۽ نائب صدر سڌو سنئون عوام جي ووٽن سان 4 سالن لاءِ چونڊيا ويندا آهن. برازيل جي آزاديءَ جو ڏهاڙو 07 سيپٽمبر 1822ع آهي. جڏهن ته ان گڏيل گڏيل قومن جي اداري (UNO) جي ميمبرشپ 24 آڪٽوبر 1945ع کان آهي.

**برج خليفه** (Burj Khalifa): متحده عرب امارات جي صدر ۽ ابوظهبي جي حڪمران شيخ خليفه بن زيد النهيان جي نالي پنيان دبئي ۾ ٺاهيل ”برج خليفه“ (Burj Khalifa) دنيا جي اوچين عمارتن جا رڪارڊ ٽوڙي، دنيا جي سڀ کان اوچي عمارت وارو اعزاز حاصل ڪري ورتو آهي. 2004ع ۾ جڏهن هن عمارت جو تعميراتي ڪم شروع ڪيو ويو هو ته ان جو نالو ”برج دبئي“ رکيو ويو هو. پر بعد ۾ 4 جنوري 2010ع تي افتتاحي تقريب دوران ان جو نالو تبديل ڪري ”برج خليفه“ رکيو ويو. ڇاڪاڻ ته تازو ئي شيخ خليفه بن زيد النهيان، دبئيءَ جو 10 ارب ڊالرن جو قرض لاهي دبئي کي قرض کان نجات ڏياري هئي.



افتتاحي تقريب وقت سرڪاري طرح ”برج خليفه“ جي اوچائي 828 ميٽر يعني 2716.5 فوٽ ٻڌائي وئي. هي دنيا جي اوچي ۾ اوچي عمارت برطانوي آرڪيٽيڪٽ ايڊرائن سمٿ (Adrian Smith) ڊزائين ڪئي. جنهن ۾ 160 فلور آهن. ڪنهن خراب موسم سبب مڙهيا ٽٽڻ کان ٽاور کي بچائڻ لاءِ ان کي انگريزي اکر ”واءِ“ (Y) جي شڪل ۾ ٺاهيو ويو آهي. جنهن جا ٽي پاسا (Wings) آهن. ”برج خليفه“ عمارت شڪاگو (آمريڪا) جي سڀ کان اوچي عمارت وِلس ٽاور (Wills Tower) کان ٻه 50 ماڙيون وڌيڪ بلند آهي. ”برج خليفه“ جو تعميراتي ڪم ڏاڍي تيزيءَ سان جاري رهيو جنهن ۾ هزارين مزدورن حصو ورتو جن ۾ اڪثريت جو تعلق هندستان سان هو. جنوري 2007ع ۾ هن جون 100 ماڙيون مڪمل ڪيون ويون هيون. انسان جي ٺاهيل هن نئين عجوبي جي افتتاحي تقريب ۾ هر قوم ۽ نسل سان واسطو رکندڙ هزارين ماڻهن شرڪت ڪئي. افتتاحي تقريب دوران وڏي آتشبازي به ڪئي وئي. برج خليفه تان دبئي شهر جو نظارو ڪرڻ لاءِ ان ۾ هڪ ڊيڪ ٺاهي وئي آهي. جنهن ۾ لڳل ڪمپيوٽرائيزڊ دوربينن جي مدد سان ماڻهو هيٺين دنيا جو نظارو ڪري سگهن ٿا.

”برج خليفه“ ۾ 3 لک 30 هزار ڪيوبڪ ميٽر ڪنڪريٽ ۽ هڪ لک 3 هزار چورس شيشو استعمال ٿيو آهي. برج جي مالڪ پاران جاري ڪيل انگن اکرن مطابق عمارت ۾ ٻاهران لڳائڻ لاءِ جيڪو شيشو ۽ اسٽيل/لوهه استعمال ڪيو ويو. اهو ايترو هو جو جيڪڏهن ان کي فوٽ بال جي ميدانن تي پکيڙيو وڃي ته. فوٽ بال جا 17 ميدان ان سان پرجي وڃن ها. ان ۾ جيڪا ڪنڪريٽ ڪم آندي وئي آهي ، ان مان هڪ هزار 2 سئو 83 ميل رستو ٺهي سگهي ٿو. اولمپڪ سوئمنگ پول پرجي سگهن ٿا.

**”برق“ غلام جيلاني**: برق غلام جيلاني 1901ع ۾ ضلع ڪيمبل پور ۾ جنم ورتو. وڏو اديب هو. هن کي عربي، فارسي ۽ اردوءَ تي مڪمل عبور حاصل هو. اردوءَ ۾ پي.ايڇ.ڊي به ڪيائين. 1920ع کان 1933ع تائين مختلف اسڪولن ۾ استاديءَ جي پيشي سان منسلڪ رهيو. 1933ع کان 1957ع تائين مختلف ڪاليجن ۾ ليڪچرر رهيو. هن جا اوڻٽيهه ڪتاب ڇپجي چڪا آهن. جن ۾ ”دو قرآن“، ”فلسفيان اسلام“، ”مؤرخين اسلام“، ”حڪماءِ عالم“، ”من کي دنيا“ ۽ ”دانش رومي و سعدي“ اهم تصنيفون آهن.

**برمودا** (Bermuda): برمودا برطانيا جو ماتحت علائقو آهي. جيڪو اتر ايٽلانٽڪ سمنڊ جي وچ ۾ آهي. برمودا 300 ٻيٽن جو هڪ ميڙ آهي. جن مان صرف 20 ٻيٽ آباد آهن. وڏو ٻيٽ گريٽ برمودا 23 ڪلوميٽر (14ميل) ڊگهو آهي. ٻيا سمرسيٽ، آئرلينڊ، سينٽ جارج، سينٽ ڊيوڊ ۽ بوآز (Boaz) مکيه ٻيٽ آهن. اهي سڀ ٻيٽ مرجان (Coral) مان ٺهيل آهن. برمودا اتر ڪيرولينا جي ڏکڻ اوڀر ۾ 650 ميلن جي فاصلي تي آهي.




برمودا جي ڪل پکيڙ 53 چورس ڪلوميٽر (20 چورس ميل) ۽ آبادي 65 هزار آهي. هن جي گاديءَ جو هنڌ هيملٽن (Hamilton) ۽ سرڪاري ٻولي انگريزي آهي. برمودا کي اسپيني سياح برموڊيز (Bermudez) 1503ع ۾ ڳولي لڌو. ان ڪري ان کي سندس نالي تي برمودا سڏيو ويو. ان ڪانپوءِ هتي ڪا به

وسندي قائم نہ ٿي. 1609ع ۾ سر جارج سومرز جي اڳواڻيءَ ۾ انگريز آبادڪارن جي هڪ جماعت هتي لٿي. 1612ع ۾ انگريزن جو ٻيو گروپ پهتو. ستت ئي هي علائقو برطانيا جي ڪرائون ڪالوني بڻجي ويو. 1616ع ۾ انڊين ۽ آفريڪي ٻانها هتي وسايا ويا، جن جي ڪري اڇي چمڙيءَ وارن جو تعداد گهٽجي ويو. بوئر جنگ (1899- 1902ع) دوران برطانوي حڪومت وڏي تعداد ۾ بوئر قيدي هتي موڪليا.

ٻي عالمي جنگ دوران هتي آمريڪا ۽ برطانيا جا مکيہ سامونڊي اڏا قائم ڪيا ويا. 1915ع ۾ هن خطي جو قومي جهنڊو رائج ٿيو. 1908ع ۾ هن خطي کي آئين ڏئي داخلي خودمختياري ڏني وئي. ان وقت ”پروگريسو ليبر پارٽي“ ۽ يونائيٽيڊ برمودا پارٽي وڏيون سياسي پارٽيون هيون. هتي 1968ع ۾ برطانوي گورنر جنرل نامزد ڪيو ويو. 1977ع ۾ نسلي جهيڙا شروع ٿيا تہ برمودين حڪومت برطانوي فوج کان مدد ورتي.

1980ع ۾ يونائيٽيڊ برمودا پارٽي (UBP) جو ليڊر سرجان سوان وزيراعظم ٿيو. 1995ع ۾ وزيراعظم سوان (Swan) ان وقت استعيفيٰ ڏني، جڏهن عوام ريفرنڊم ۾ آزاديءَ کي مسترد ڪيو. ان جي جاءِ تي سائول (Saul) وزيراعظم ٿيو.

**برمودا ٽِڪنڊو** (Bermuda Triangle): برمودا ٽڪنڊي کي ”شيطان جو ٽِڪنڊو“ ۽ ”وڃايَلن جو پاتال“ (Limb of the Lost) بہ چوندا آهن. هي آمريڪا جي ڏکڻ اوڀر طرف ائٽلانٽڪ سمنڊ جي ايراضيءَ ۾ آهي ۽ ان جي آسپاس ۾ ڪيئي پاڻيءَ جا جهاز، هوائي جهاز ۽ ٻيڙيون پراسرار حالتن ۾ گم ٿي ويون آهن. هن ايراضيءَ ۾ اهڙي گمشدگين دنيا جو ڌيان ڇڪايو آهي، ڇاڪاڻ تہ گم ٿيل جهاز وغيره ايترا تہ گهٽا آهن، جو عام طرح ايتريءَ ننڍي ايراضيءَ ۾ انهن جو گم ٿيڻ ناممڪن ٿو لڳي. ان کان سواءِ انهن واقعن وقت آبهوا بہ بهترچئي وئي آهي ۽ ان وقت ڪي بہ مشڪلات



جا اطلاع موصول نہ ٿيا آهن. مڪمل تلاش جي باوجود، ڪوبہ باقي بچيل ماڻهو، ٻڏل جهازن جي رَهت سهت، لاش ۽ گم ٿيل جهازن مان وهيل تيل جو ڪو نشان پتو نہ مليو آهي. ڪن حالتن ۾ تہ ٻيڙيون نهايت چڱي حال ۾ هيون ۽ رڳو انهن جا ملاح گم هئا. ڪن ٻيڙين ۾ تہ ميزن تي تازو ڪاڏو رکيل هو، جانورن کي ڪو نقصان نہ پهتو هو پر ماڻهو گم هئا. هتي ايترا جهاز بلڪل گم ٿي ويا آهن ۽ انهن جي تلاش ۾ ويندڙ هوائي جهاز بہ غائب ٿي ويا آهن، جو ان ڳالهہ جي منطقي سمجهاڻي ناممڪن ٿي لڳي. طوفان، هوا جي حالت، ميڪانڪي مسئلن ۽ انساني غلطيءَ ذريعي اِهي گمشدگيون سمجهائڻ محال ٿيون لڳن. هنن عجيب وارداتن جا پراسرار سبب ڳڻايا وڃن ٿا.

**بُروج، سورة**: قرآن مجيد جي 85 هين سورة، جنهن ۾ 22 آيتون آهن. هيءَ سورة مڪي ۾ اسلام جي شروعاتي دؤر سان تعلق رکي ٿي، جنهن ۾ ستارن جي برجن کي مثال بڻائي ٻڌايو ويو آهي تہ انهن جي روشني وانگر اسلام جي روشني بہ ڪفر جي اونداهيءَ کي ختم ڪندي. هن سورة ۾ ڪافرن جي ظلم جو انجام ٻڌايل آهي ۽ ايمان وارن کي تسلي ڏنل آهي تہ جيڪڏهن هو هن ظلم جي دؤر ۾ ثابت قدم رهيا تہ کين ان جو بهترين ثواب ملندو ۽ انهن ظالمن کان الله تعاليٰ بدلو وٺندو.

**برونئي** (Brunei): هن ملڪ جو سرڪاري نالو ٽڪارا برونئي دارالسلام (State of Brunei Darus-Salam) آهي، جنهن جو پراڻو نالو پوزنڊي هو. هن جي اتر ۾ ڏکڻ ۾ چيني سمنڊ ۽ باقي ٽن طرفن اوڀر ڏکڻ ۽ اولهہ کان هن کي ملائيشيا جي اپرندين رياست سراواڪ گهيري رکيو آهي. برونئي




ٻيٽ بورينو جي اتر اولهہ ڪناري تي آهي. هن جي اوڀر کان اتر- اولهہ طرف ڊيگهہ 71 ميل (114 ڪلوميٽر) اتر کان ڏکڻ اولهہ طرف ويڪر 56 ميل آهي. رياست سراواڪ جي هڪ پٽي وچ مان هن کي ڪٽيندي اهڙيءَ ريت گذري ٿي، جو برونئي ٻن حصن ۾ ورهائجي وڃي ٿو. الهنديون حصو ڪجهہ وڏو آهي. ملڪ جي 80 سيڪڙو ايراضي ٻيلن سان ڍڪيل آهي. برونئي خط استوا کان صرف 5 ڊگريون اتر ۾ آهي.

برونئي جي ڪل پکيڙ 5765 چورس ڪلوميٽر (2225 چورس ميل) ۽ آبادي 4 لک آهي. برونئيءَ جي گاديءَ جو هنڌ بندر سري بيگاوان آهي. هتي جي موسم گرم ۽ خوشگوار آهي ۽ گرمي پد 320 جي ويجهو رهندو آهي. هوا ۾ گهم هوندي آهي ۽ مينهن گهڻا پوندا آهن.

برونئي جي مکيہ زرعي پيداوار چانور، ڪيلا، ساوا مرچ، ڀاڄيون، گرم مصالحو ۽ ڪاٺ آهي. مکيہ صنعتن ۾ پيٽرول ۽ پيٽروليم جون شيون، رٻڙ ۽ سياحت اچي وڃن ٿيون. هتان جي مکيہ معدني پيداوار ۾ تيل ۽ قدرتي گئس شامل آهن، جن جي ڪري برونئي جو شمار دنيا جي امير ترين ملڪن ۾ ٿيندو آهي.

پهرين صدي عيسويءَ کان برونئي جي رهواسين جا هندستاني واپارين سان لاڳاپا هئا. ان وقت هن علائقي جو پورو نالو پوزنڊي هو. ڇهين صدي عيسويءَ ۾ هن جا چين سان لاڳاپا وڌيا. 1200ع ۾ برونئي جي پهرئين سلطان بولقيہ هن علائقي تي پنهنجي حڪمراني قائم ڪئي.

برونئي جي هڪ سلطان 1425ع ۾ سڀ کان اول اسلام قبوليو ۽ پنهنجو نالو محمد رکيو. اهو پنجون حڪمران هو، هن جي دور ۾ سلطان برڪت نالي عرب مبلغ برونئي آيو، جنهن جي ڪوشش سان هن خطي ۾ اسلام جو نور پکڙيو. 1511ع ۾ جڏهن ملاڪا تي پورچوگيزن پنهنجو تسلط قائم ڪيو ته برونئي ڏکڻ اوير ايشيا جي هڪ وڏي طاقتور مسلم رياست تي چڪو هو. 1847ع ۾ انگريزن لابوان جو ٻيٽ حاصل ڪري ورتو. 1888ع ۾ برطانيا برونئي ۽ سراواڪ جو ڪنٽرول پاڻ سنڀالي ورتو. 1962ع ۾ برونئي ۾ پهريون عام چونڊون ٿيون. 1 جنوري 1984ع تي اسلامي دنيا جي امير ترين رياست برونئي دارالسلام پنهنجي آزاديءَ جو اعلان ڪيو. 21 سيپٽمبر 1994ع تي برونئيءَ ڪي ايشيا جو آزاد واپاري علائقو قرار ڏنو ويو ۽ ساڳئي تاريخ 21 سيپٽمبر 1984ع تي برونئي گڏيل قومن جي اداري (U.N.O) جو ميمبر ٿيو.

**بروهي، جوهر**: 'جوهر' بروهيءَ جو اصل نالو عبدالقيوم بروهي آهي، هن 29 جنوري 1950ع تي ٽريچاڻي، تعلقي پني عاقل، ضلعي سکر ۾ جنم ورتو. مئٽرڪ، درس نظامي ۽ دوره تفسير جا امتحان پاس ڪيا اٿس. ادبي لحاظ کان ناميارو محقق، شاعر ۽ نقاد آهي. هن بنيادي تعليم مختلف ديني مدرسن مان حاصل ڪئي، هن مدرسہ عربيہ فريد آباد، مدرسہ عربيہ دارالقرآن ميهڙ، مدرسہ عربيہ قاسم العلوم گهوٽڪي ۽ مدرسہ عربيہ انور الرحمان دريا خان مري نواب شاهه مان



ديني تعليم پرائڻ بعد جامع اشرفيہ سکر مان سال 1970ع ۾ درسِ نظاميءَ جي تڪميل ڪئي ۽ ميهڙ ويجهو مدرسہ حفظ القرآن ۾ استاد مقرر ٿيو. هن ميٽرڪ جو امتحان 1992ع ۾ هاءِ اسڪول ميهڙ مان پاس ڪرڻ بعد 1994ع ۾ بين الاقوامي اسلامي يونيورسٽي، اسلام آباد مان "دعوه ڪورس" مڪمل ڪيو. ان دوران مدرسہ عربيہ العلوم رحيم يار خان ۾ شيخ التفسير حضرت مولانا عبدالغني جاجرويءَ کان ٻه دفعا قرآن پاڪ جو تفسير پڙهيو ۽ تجويد ۾ استاد قاري محمد مدنيءَ وٽ تعليم پوري ڪئي. سال 1974ع کان مدرسہ عربيہ محمديہ فريد آباد ۾ ديني معلم جي حيثيت سان درس ۽ تدريس جي عمل ۾ مصروف آهي.

جوهر بروهي 1972ع کان سنڌي ۽ براهوي ادب جي دنيا ۾ داخل ٿيو. ان حوالي سان براهوي ٻوليءَ ۾ محترم نور محمد "پروانہ" سندس رهنمائي ڪئي ۽ سنڌي زبان ۾ الحاج رسول بخش خان ڏيرو سندس رهبر رهيو. ادب، مذهب، تاريخ ۽ ثقافت سان گڏوگڏ عربي، فارسي، سنڌي، اردو ۽ براهوي ٻولين ۾ هن گهڻ رخي ڏارائن ۾ نمايان ڪم ڪري وڏو نالو ڪمايو آهي. هي پهريون براهوي شاعر آهي جنهن شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ڪيترن سُرن جو براهوي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪري براهوي قوم کي لطيف جي پيغام کان روشناس ڪيو.

جوهر بروهي پنهنجي قلم ذريعي براهوي قوم، زبان ۽ ادب جي بي مثال خدمت ڪئي آهي. سنڌي براهوي ۽ اردوءَ جي گهڻن رسالن، اخبارن ۽ يادگار شمارن ۾ مختلف صنفن ۾ سندس مضمون، مقالا، انشائيہ، ۽ شاعريءَ سان گڏ سنڌ، بلوچستان، ڪوهستان جي قديم آثارن بابت سندس مضمون ڇپيا آهن. جوهر بروهي ڪاڇي ۽ ڪوهستان بابت وسيع ڄاڻ رکي ٿو ان حوالي سان هو ڪاڇي ۽ ڪوهستان جي هلندڙ گهمندڙ انسائيڪلوپيڊيا آهي. جوهر بروهي هسٽاريڪل سوسائٽي سب ڊويزن ميهڙ جو چيئرمئن بہ آهي، ان کان سواءِ بزم لطيف ميهڙ جو سرپرست اعليٰ ۽ براهوي پبلڪيشن سنڌ جو سيڪريٽري ۽ سنڌي ادبي سنگت ميهڙ جو ڪائونسلر آهي.

سندس ڇپيل ڪتابن ۾: (1) احوال غم (براهوي شاعري: 1976ع)، (2) گوريچ (براهوي نثر/انشائيہ :1980ع)، (3) ختم نبوت (مذهبيات: 1986ع)، (4) شيموش (براهوي شاعري: 1991ع)، (5) روشنائي (براهوي شاعري: 1991ع)، (6) دردانہ (براهوي شاعري: 1981ع)، (7) شادوزباد (قومي شاعري: 1992ع)، (8) طوبي نارند (مرثيہ: 1995ع)، (9) "ڪاروان" (مثنوي: 1995ع)، (10) "شڪر قل (انشائيہ: 1996ع)، (11) احوالِ غم (باردگر: 1999ع)، (12) لولي (ٻارن جي شاعري: 2000ع)، (13) براهوي تخليقڪار اور سوانح (2000ع)، (14) امام العصر (2001ع)، (15) گلدستہ سندهہ (سندهہ ڪي براهوي شعراء 2001ع) شامل آهن. هو هن وقت فريد آباد ۾ رهي ٿو.

**بروهي، داد محمد 'خادم'**: ناليوارو محقق، اديب، شاعر، صحافي ۽ ٻولين جو ماهر ڊاڪٽر داد محمد "خادم" بروهي ولد نيڪ محمد بروهي، 4 مارچ 1940ع تي جيڪب آباد ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم جيڪب آباد ۽ ڪشمور مان حاصل ڪيائين. ايم. اي بعد 1991ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان پي. ايچ. ڊي ڪيائين. سندس پي. ايچ. ڊي جي تحقيقي مقالي جو عنوان "سبي خطي ۾ سنڌي زبان جي محاورن جو لساني جائزو" هو. ڪيس پنجن ٻولين سنڌي، براهوي، سرائيڪي، اردو ۽ پنجابيءَ



تي دسترس حاصل آهي. پاڻ انهن پنجن ئي ٻولين ۾ لکي رهيو آهي. صحافت سان سندس پراڻو تعلق آهي. سنڌي اخبار "ڪيرٿر" ۽ براهوي اخبار "ايلم" سان، جيڪا مستونگ مان نڪرندي آهي، منسلڪ آهي. جيڪب آباد جي مشهور هارس اينڊ ڪيٽل شو جي موقعي تي شايع ٿيندڙ مخزن ۾ ادبي ۽ علمي معاونت ڪندو رهيو آهي. ڪيترن ئي سالن کان مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ سنڌي، براهوي ۽ بلوچي ٻولين جي محاورن ۽ لهجن جي باري ۾ مضمون لکندو پيو اچي. سندس مقالا جامع ۽ دلچسپيءَ سان ڀرپور هوندا آهن. ڊاڪٽر داد محمد 'خادم' بروهيءَ جا ٻہ ڪتاب سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ ڇپايا آهن. (1) سنڌي براهوي ٻوليءَ جو تقابلي جائزو (1994ع)، (2) سنڌي براهوي لغت (2004ع). ان کانسواءِ سندس هڪ ڪتاب "بلوچستان ۾ سنڌي ٻولي ۽ ادب جائزو" اداري وٽان ڇپائيءَ هيٺ آهي. ان کان اڳ سندس ڪتاب "مٺڙا مارو" پڻ ڇپيل آهي.

**برهماڻي، غلام رسول**: غلام رسول برهماڻي ولد لونگ خان برهماڻي 1960ع ۾ پيدا ٿيو هي زماني جي ستم ظريفيءَ سبب ڪنهن مسئلي تي 1981ع ۾ سينٽرل جيل حيدرآباد ۾ قيد ٿي آيو جتي هن جو واسطو قومي فڪر وارن دوستن سان ٿيو هو مختلف ڪيسن ۾ نظربند رهيو، 14 ڊسمبر 1986ع تي سائين جي. ايم. سيد



جي گرفتاريءَ خلاف هڪ احتجاج دوران نيشنل هاءِ وي سن پرسان قانون لاڳو ڪندڙن جي تشدد وگهي شهيد ٿي ويو. سندس شاعريءَ جو ڪتاب 1987ع ۾ سندس پهرين ورسيءَ تي ”سنڌي ٻولي سٽ“ پاران ڇپرائي پڌرو ڪيو ويو. جنهن تي جيل ۾ جيل کان ٻاهر وارين يادگيرين تي ٻڌل مهاڳ عبدالحفيظ قريشيءَ لکي هن عوامي شاعر جي شاعريءَ کي محفوظ ڪيو. جيل دوران مستاني جو شاعريءَ ۾ استاد تاج جويو رهيو.

**بريلوي، احمد شاهه، شهيد:** معروف مجاهد ۽ صوفي بزرگ احمد شاهه بريلوي، 6 صفر 1201هه/ 28 نومبر 1786ع تي اوڌ جي ڳوٺ رائي بريلي ۾ پيدا ٿيو. سندس وڏو ڏاڏو سيد قطب الدين شاهه، التمش جي دؤر ۾ هندستان ۾ آيو ۽ شيخ الاسلام جو عهدو حاصل ڪيو هئائين. سيد احمد شروعاتي تعليم گهر ۾ حاصل ڪئي. ننڍپڻ ۾ بندوق ۽ تير هلائڻ ۾ وڏي مهارت رکندو هو. ٿورو وڏو ٿيڻ بعد مخلوقِ خدا جي خدمت ڪرڻ شروع ڪيائين. سترهن سالن جي عمر ۾ ملازمت لاءِ پهرين لکنؤ ۽ پوءِ دهليءَ شاهه عبدالعزيز جي خدمت ۾ پهتو. جنهن کيس شاهه عبدالقادر ڏانهن موڪليو. جتي پاڻ عربي ۽ فارسي جا ڪتاب پڙهيائين. 1808ع ۾ سيد احمد واپس بريليءَ پهتو ۽ اتي ئي ”زهره“ نالي عورت سان شادي ڪيائين. انهيءَ زماني ۾ امير الدولہ نواب ٽونڪ وٽ ملازمت ڪيائين. 1810ع ۾ جڏهن امير خان انگريزن سان معاهدو ڪيو ته هن امير خان کان عليحدگي اختيار ڪئي ۽ شاهه عبدالعزيز جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. جتي اڪبري مسجد ۾ رهيو ۽ تعليم ڏيڻ شروع ڪيائين. اتي شاهه اسماعيل سندس هٿ تي بيعت ڪئي، انهيءَ زماني ۾ جهاد جي تبليغ شروع ڪيائين. سهارن پور، ڳنگوهه، مظفر نگر، ديوبند، ڪانڌلا، سلون، الهه آباد، بنارس، سلطان پور، ڪانپور، لکنؤ ۽ ٻين شهرن جو سفر مسلمانن جي عقيدي ۽ عمل جي اصلاح ۽ منجهن جهاد جو شوق پيدا ڪرڻ لاءِ ڪيائين. 1821ع ۾ 400 ساٿين سان گڏ حج تي روانو ٿيو. 28 شعبان 1239هه/28 اپريل 1824ع تي ساٿين سميت حج جو فريضو ادا ڪري واپس وطن پهتو. حج تان واپسيءَ بعد سيد احمد بريلوي جهاد جي تيارين ۾ مصروف ٿي ويو ۽ جڏهن مجاهدن جي هڪ جماعت تيار ٿي، تڏهن 7 جمادي الثاني 1241هه/ 17 جنوري 1826ع کان هندستان کي ’دارالحراب‘ جو نالو ڏئي ڪالپي، گواليار، ٽونڪ، اجمير، پالي، امرڪوٽ، حيدرآباد (سنڌ)، راڻيپور، شڪارپور، بولان، ڪوئيٽا، غزني، ڪابل، جلال آباد جي رستي پشاور پهتو. سنڌ مان گذرڻ دوران هن پير صبغت الله شاهه اول سان راڻيپور ۾ ملاقات ٿي، جتي پير صاحب نه رڳو هن سان پنهنجا 500 سرفروش گڏي ڏنا، پر سندس حرمن کي پاڻ وٽ پناهه به ڏني. اهي سنڌي سرفروش بالاڪوٽ واري معرڪي ۾ بهادريءَ سان وڙهيا هئا. پشاور پهچڻ بعد عام ماڻهن ۽ حاڪمن کي اسلام جي دعوت ڏنائين. ايتري قدر جو 1826ع ۾ پنجاب جي حاڪم رنجيت سنگهه کي شرعي پيغام موڪليائين ته بهتر ٿيندو ته هو اسلام قبول ڪري. ان ڳالهه تي رنجيت سنگهه پنهنجي پاءِ ٻڌ سنگهه کي ڏهن هزارن جي لشڪر سان سيد احمد شهيد سان مقابلي لاءِ موڪليو 20 جمادي الاول 1242هه/ 1826ع تي 900 مجاهدن رات جو سکن تي حملو ڪيو هن معرڪي ۾ 700 سِک ۽ 82 مجاهد مارجي ويا ۽ سکن جو لشڪر اکوڙا مان پٺي شيدو ۾ وڃي پناهه ورتي. 1827ع تي سيد احمد شاهه جي ڪوشش سان 80 هزار مجاهد گڏ ٿيا. سکن سازش وسيلي يار محمد خان ۽ ٻين کي پاڻ سان ملائي ڇڏيو. يار محمد خان سيد احمد کي زهر ڏياريو هي اهو وقت هو جڏهن سکن سان شيدو جي ڏڪڻ- الهندي ۾ جنگ شروع ٿيڻ واري هئي. سيد احمد بچي ته ويو پر هي جنگ شڪست جو باعث بڻجي وئي. عين فتح ياب ٿيڻ وقت يار محمد خان جنگ جي ميدان مان پچي نڪتو، جنهنڪري ڪٽيل جنگ شڪست ۾ تبديل ٿي وئي. ان بعد سک ۽ پشاور جا سردار سيد احمد جي ساٿين جا دشمن ٿي پيا. جنگ دوران يار محمد خان ماريو ويو ۽ ڪجهه وقت ڪانپوءِ ڳجهيءَ سازشن هيٺ سيد احمد جا 150 ساٿي ماريا ويا. 17 اپريل 1831ع تي سيد احمد بريلوي سچون کان بالاڪوٽ روانو ٿيو جتي شاهه اسماعيل سندس شاندار استقبال ڪيو. 24 ذوالقعد تي بالاڪوٽ ۽ مٽي ڪوٽ جي وچ تي سيد احمد ۽ شير سنگهه جي جنگ شروع ٿي. سيد صاحب ساٿين سميت وڏي جذبي سان جنگ وڙهندو رهيو. جنگ وڙهندي پاڻ مٽي ڪوٽ جي واهه ۾ ڪري شهيد ٿي ويو. سيد احمد شهيد جي مزار بالاڪوٽ ۾ موجود آهي. سيد احمد شهيد مسلمانن جي هدايت لاءِ ڪجهه ڪتاب پڻ لکيا. جن ۾ صراطِ مستقيم، تنبيهه الغافلين، رسالا نماز، ملهمات احمديہ في طريق المحمديہ وغيره شامل آهن.

**بزم ادب شڪارپور:** ’بزم ادب شڪارپور‘ جو بنياد سن 1962ع ۾ شڪارپور جي شاعرن امير بخش ’امير‘ قريشي، خير محمد طيباڻي ۽ جهامنداس ’عاشق‘ جن جي گڏيل سهڪار سان پيو. ’بزم ادب‘ پاران سڪندر علي شيخ جي آفيس ۾ مشاعرن جون محفليون ڪيون وينديون هيون. هن بزم جو صدر آغا گل حسن ’گل‘ سلطان ڪوٽي هو ۽ سينيئر نائب صدر امير قريشي ۽ نائب صدر فقير خير محمد طيباڻي هئا. مشاعرن جي محفلن ۾ شڪارپور کان سواءِ ٻاهريان شاعر به اچي شريڪ ٿيندا هئا. جن ۾ آغا نادر خان، آغا گل، ولي دائود پوٽو ۽ ٻيا قابل ذڪر آهن.

**”بزمي“ نثار:** ناليواري شاعر ۽ اديب نثار بزميءَ جو اصل نالو قلندر بخش جوڻيجو هو. هن 1924ع ۾ تعلقي ڳڙهي ياسين ضلعي شڪارپور ۾ جنم ورتو. هن لکڻ جي شروعات ورهاڱي کان اڳ ڪئي هئي ۽ آزاديءَ واري تحريڪ ۾ به حصو ورتو هئائين. آزادي واري تحريڪ ۾ به حصو ورتائين. سندس شاعريءَ ۾ قومي رنگ نمايان آهي. سندس شاعريءَ جي ڪتابن ۾: (1) ”ڏکن آءُ ڏادي“، (2) ”سنڌڙي“، (3) ”وڇن وراڪا“، (4) ”عشق نه پڇي ذات“، (5) ”تاجدار حرم“ ۽ (6) ”ٻول نثار بزمي جا“ اهم آهن. سندس ڪلام ڪيترن ئي فنڪارن ڳايو آهي، جيڪو ريڊيو ۽ ٽي وي تي هلندڙ ۽ ڪافي مقبول آهي. نموني طور سندس هڪ ڪلام جا بند ڏجن ٿا:



ستم ياد آيو جفا ياد آئي  
وري دل ڏيڻ جي خطا ياد آئي  
وهي منهنجي نيڻن منجهان نير آيا  
وري وصل جي رات ڪا ياد آئي!

نثار بزميءَ جو ڪلام علم عروض تي پختو ۽ موسيقيت وارو آهي، جنهنڪري اهو آسانيءَ سان ڳائي وڃائي سگهجي ٿو. نثار بزمي استاد شاعر آهي. سندس ڪيترا نظم درسي ڪتابن ۾ شامل آهن. سندس ٻارن لاءِ شاعري جو هڪ سندس شاگرد غلام محمد غازيءَ ترتيب ڏئي 2008ع ۾ ڇپايو. جنهن کي 2009ع ۾ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ پاران اوارڊ ۽ 25000 رپيا انعام ڏنو ويو هو. نثار بزمي 2000ع ۾ وفات ڪري ويو.

**بزمي، نثار** (موسيقار): ناليواري موسيقار نثار بزميءَ جو اصل نالو سيد نثار احمد ولد سيد قدرت علي آهي. هن 1 ڊسمبر 1925ع تي مهاراشٽرا، هندوستان جي ڳوٺ ”جل گائون“ ۾ جنم ورتو. هن موسيقيءَ جي بنيادي سکيا خانصاحب امانت علي خان کان ورتي. ڪيريئر جي شروعات



1939ع ۾ آل انڊيا ريڊيو تان ڪيائين. 1944ع ۾ بمبئي ريڊيو اسٽيشن تان ڊرامي ”نادر شاهه دراني“ ۾ سنڌس ڪمپوز ٿيل گانن کيس شهرت جي آسمان تي پهچائي ڇڏيو. اهي سمورا گانا مقبول ويا. ان کان پوءِ هڪ پارٽي فلم پروڊيوسر کيس پنهنجي فلم ”جمنا پر“ جا گانا ڪمپوز ڪرڻ لاءِ چيو. جنهن بعد بالي ووڊ فلم انڊسٽريءَ ۾ 40 بالي ووڊ فلمن جا گانا ڪمپوز ڪيائين. جن جا 14 فلمون 21 جون 1962ع ۾ سنڌس پاڪستان لڏي اچڻ کانپوءِ رليز ٿيون. هن مان ڪمپوز ڪيل ڪيترا گانا پاڪستاني فلمن ۾ به مقبول ٿيا، جن ۾ ”چلو اچا هوا تم ڀول گئي“ (نورجهان)، ”حالت بدل نهين سڪتي“ (نورجهان)، ”دل ڌڙڪي مين تم بي ڪيسي“ (رونا ليليٰ)، ”هم چلي تو هماري سنگ سنگ نظاري چلي“ (عالمگير)، ”اڪ حسن کي ديوي سي مجهي پيار هوا تا“ (مهدي حسن) وغيره شامل آهن. ان کان سواءِ مشهور قومي گيت ”هم زنده قوم هين“، ”يه وطن تمهارا هي“، ”خيال رکنا“ به سنڌس ڪمپوز ٿيل آهن. نثار بزميءَ کي ڪيترائي اوارڊ مليل چڪا آهن، جن ۾ (1) ”نگار اوارڊ“ (1968ع)، (2) ”نگار اوارڊ“ (فلم انجمن 1970ع)، (3) ”نگار اوارڊ“ (فلم ميري زندگي هي نغما 1972ع)، (4) ”نگار اوارڊ“ (فلم خاڪ اور خون 1979ع)، (5) ”نگار اوارڊ“ (فلم هم ايڪ هين 1986ع) شامل آهن.

**بشير احمد هيسباڻي**: ناميارو ليکڪ بشير احمد ولد احمد خان هيسباڻي، 6 نومبر 1953ع تي ڳوٺ مولوي نور الله هيسباڻي، تعلقي ڪنڊياري ضلعي نوشهري فيروز ۾ پيدا ٿيو. ميٽرڪ 1969ع ٺارو شاهه مان



ڪيائين، 1979ع ۾ سنڌي ادب ايم. اي ڪيائين. هن جا ڪيترا ادبي ۽ تحقيقي مقالا ۽ مضمون مختلف رسالن ۾ شايع ٿيا اٿس. پيشي جي لحاظ کان بئنڪاري صنعت سان وابسته آهي. ”ساهتي لائبرري“ جي نالي سان مهراڻ سوسائٽي نواب شاهه ۾ پنهنجي گهر ۾ هڪ وڏي لائبرري قائم ڪئي اٿس، جيڪا ادبي حلقن ۾ تحقيقي حوالي سان تمام گهڻي مشهور آهي.

سنڌس ڇپيل ڪتابن ۾: (1) الحاج رحيم بخش قمر: شخصيت ۽ فن مهراڻ سوسائٽي (ترتيب: 2006ع)، (2) مقالات خانائي (ترتيب: 2006ع) شامل آهن. هن وقت نوابشاهه ۾ رهي ٿو.

**بگ بين** (Big Ben): لنڊن جو مشهور ۽ تاريخي گهڙيال، جيڪو پارليامينٽ هائوس لنڊن ۾ سن 1856ع ۾ نصب ڪيو ويو. هن گهڙيال جي ڊائل جو قطر $12\frac{1}{2}$ فوٽ آهي. ان جي وڏي سئيءَ جي ڊيگهه 11 فوٽ آهي. هي گهڙيال 31 مئي 1859ع تي چالو ٿيو. هي گهڙيال ڪجهه عرصو بند رهيو باقي سجو عرصو اڄ تائين مسلسل هلي رهيو آهي. هيءُ گهڙيال جنهن ٽاور ۾ نصب ٿيل آهي، ان جي ڊيگهه 316 فوٽ آهي. لنڊن جا ماڻهو پنهنجي



واچن ۽ گهڙيالن جو وقت، بگ بين جي ٽائيم سان ٺيڪ ڪندا آهن. هي گهڙيال سڄي رات روشن رهندو آهي. ٻي عالمي جنگ دوران، لنڊن تي بمباريءَ وقت هن گهڙيال کي ڪجهه نقصان به پهتو هو. بگ بين کي دنيا جي عجوبن ۾ شمار ڪيو ويجي ٿو.

**بگو شير درگاهه**: بگي شير جو اصل نالو محمد مستقيم ولد شهيد محمد حسين هو. سنڌس آخري آرام گاهه ڳوٺ ’ڇيڇڙي‘ تعلقي پني عاقل ۾ آهي. هي هڪ وڏو عالم دين ۽ ڪامل ولي ٿي گذريو آهي، سنڌس واسطا راشدي خاندان. لوءِ صاحبان جي ساداتن ۽ ڪهڙن جي مخدوم عبدالخالق سان هئا. هن درگاهه ۾ سلطان حضرت سلطان دائم به ابدي آرامي آهن. بگي شير جي گاديءَ تي نيرو لباس پائڻ جي رسم آهي. شڪارپور جي مشهور درگاهه جو ”ميان جامي“ سنڌس وڏو فرزند هو. جنهن جون ڪيئي ڪرامتون علائقي ۾ مشهور آهن.

**بلاول** (تحقيقي جرنل): بلاول نالي سان هي رسالو ”بلاول انسٽيٽيوٽ آف هسٽاريڪل ريسرچ“ نوابشاهه پاران جون 2009ع کان ڇپجڻ شروع




ٿيو آهي. هي جرنل سنڌي ۽ انگريزي ٻنهي زبانن ۾ الڳ الڳ ڪڍيو ويجي ٿو. هن رسالي جو سرپرست پروفيسر ڊاڪٽر محمد لائق زرداري ۽ چيف ايڊيٽر عبدالغفار صديقي آهي. هن رسالي جي پهرئين پرچي ۾ ڊاڪٽر محمد لائق زرداري، ڊاڪٽر نواز علي شوق، ڊاڪٽر محمد علي مانجهي، ڊاڪٽر ام ڪلثوم شاهه، عظيم سنڌي، خان محمد لاڙڪ ۽ شهناز چنڊ جا مقالا شامل آهن. عمدي ڪاغذ تي شايع ٿيل سنڌي شماري جي قيمت 80 روپيا ۽ انگريزي شماري جي قيمت 120 روپيا آهي.

**بلاول زرداري**: بلاول زرداري ڪلهوڙن جي دور ۾ ميان نصير محمد خان ڪلهوڙي جي خاص اميرن ۽ وزيرن مان هو. ميان شاهه علي ڪلهوڙي جي شهادت 1068هه/1657ع کان پوءِ سنڌس پائٽيو ميان نصير محمد ڪلهوڙو تخت نشين ٿيو. ميان نصير محمد 1086هه/1675ع ۾ گرفتار ٿيو ۽ حالت کي مد نظر رکندي، هن کي 1092هه/1681ع ۾ آزاد ڪيو ويو ۽ هو سنڌ واپس پهتو اهو سال ڪلهوڙن جي سنڌ ۾ حڪومت جي آغاز وارو سال آهي. ميان نصير محمد يارهن سال حڪومت هلائي 1103هه/1692ع ۾ وفات ڪئي. لاڪاڻ تي قبضي کان پوءِ بلاول زرداريءَ کي اتي ئي ڪلهوڙن حاڪمن طرفان جاگير ڏني وئي. هي بهادر شخص هو. سنڌس مقبرو نواب شاهه پرسان آهي. سنڌس پٽ سردار خان ۽ پوٽو دلاور خان زرداري هالاڻيءَ جي جنگ ۾ ڪلهوڙن جي لشڪر ۾ هئا ۽ ٽالپر حاڪمن جي لشڪر سان وڙهندي جنگ ۾

شهيد ٿيا. ڪتاب "ڪلهوڙا دور حڪومت" ۾ غلام محمد لاکو لکي ٿو ته: "مشهور سياستدان حاڪم علي زرداري ۽ آصف علي زرداري (پاڪستان جو صدر) بلاول فقير جي خاندان مان آهن."

**بلخ:** بلخ درياهه آمو (جيحون) جي ڪناري افغانستان جو هڪ قديم ترين شهر آهي. قديم زماني ۾ هيءَ بڪٽيريا (باختر) جو تخت گاهه هو ۽ ان کي وڏي اهميت حاصل هئي. ڪجهه وقت ان تي ايران به قابض رهيو. ان ڪان اڳ هيءَ ايران جو صوبو به رهيو. ٻڌايو وڃي ٿو ته آتش پرستن جي باني زردشت هن شهر ۾ پيدا ٿيو هو. ان ڪانپوءِ هيءَ شهر ٻڌمت جو مرڪز به رهيو. 653ع ۾ هن شهر تي عربن قبضو ڪيو. 1221ع ۾ چنگيز خان هن شهر کي تباهه ۽ برباد ڪيو. پراڻي شهر پرسان بلخ جو نئون شهر آباد ڪيو ويو آهي. جيڪو تجارت ۽ زراعت جو وڏو مرڪز آهي. هتان جا رهواسي اڪثر ازبڪ آهن. هن شهر جي آدمشماري 35000 ٿيندي.

**بلد، سورة:** قرآن پاڪ جي 90 سورة. جيڪا هڪ رڪوع ۽ 20 آيتن تي مشتمل آهي ۽ مڪي ۾ نازل ٿي. بلد شهر کي چوندا آهن ۽ البلد مان مراد آهي مڪو شريف. هن سورة ۾ ٻڌايل آهي ته هي دنيا انسان لاءِ آرام واري جڳهه ناهي، جو هو صرف عيش ڪندو رهي. بلڪ هن دنيا ۾ سندس پيدائش آزمائش خاطر ٿي آهي. ان ڪان پوءِ ٻڌايو ويو آهي ته الله تعاليٰ انسان کي علم جي ذريعي سوچڻ سمجهڻ جي صلاحيت ڏني. ان جي سامهون برائي ۽ ڀلائيءَ جا ٻئي رستا رکيا آهن. آخر ۾ ٻڌايل آهي ته اهو رستو جنهن مان گذري ماڻهو بلنديءَ طرف وڃي سگهي ٿو. اهو هي آهي ته انسان رياڪاري ۽ ڪوڙي ناموس تي خرچ ڪرڻ ڇڏي، پنهنجو مال يتيمن ۽ مسڪينن تي خرچ ڪري. الله تعاليٰ تي ايمان آڻي ۽ ايمان وارن سان شامل ٿئي، خدا جي خلق تي رحم ڪري ۽ ٻڌايو ويو آهي ته جيڪو به اهو رويو اختيار ڪندو آهي، اهو الله جي رحمت جو مستحق آهي ۽ جيڪو ان جو مخالف رستو اختيار ڪري ٿو اهو جهنم جي باهه جو حقدار آهي.

**بلوچ پارليامينٽ ڪان پهاڙن تائين (ڪتاب):** بلوچستان جي ماضي، حال ۽ مستقبل، ان جي سرحدي حالتن، بلوچ نسل جي پس منظر ۽ اڄ جي صورتحال بابت هن ڪتاب جا مصنف علي حسن چانڊيو ۽ حيدر ملاح آهن. هن ڪتاب جو مهاڳ گل حسن ڪلمتيءَ لکيو آهي ۽ نصير ميمڻ ۽ نظام الدين نظامائيءَ هن ڪتاب بابت ويچار ونديا آهن. پڪي جلد سان ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو سنڌيڪا اڪيڊميءَ ڪراچيءَ پاران سال 2009ع ۾ شايع ٿيو. 269 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 200 روپيا آهي.




**بن بلا/بن باالله:** بن بلا/ بن باالله، الجزائر جو مشهور سياستدان ٿي گذريو آهي. هن 25 ڊسمبر 1918ع تي ميگهنيا (الجزائر) ۾ جنم ورتو. هيءَ جوانيءَ ۾ ٻي مهاڀاري لڙائيءَ دوران مراڪش جي ڇهين رجمنٽ ۾ وارنٽ آفيسر مقرر ٿيو. 1949ع ڪان 1952ع تائين باغيانه سرگرمين جي ڪري جيل موڪليو ويو. 1953ع ڪان 1956ع تائين لبيا ۾ رهائش دوران هن الجزائر جي تحريڪ آزاديءَ جي رهنمائي ڪئي. ڪيس 1956ع ۾ گرفتار ڪيو ويو. 1959ع ۾ هن کي فرانس موڪليو ويو 18 مارچ 1962ع ۾ آزاد ٿيو ته تيونس هليو ويو. 1962ع ۾ الجزائر جي آزاديءَ بعد ملڪ جو وزيراعظم بڻايو ويو سيپٽمبر 1963ع ۾ صدر منتخب ٿيو. هن جي ڪئبنيٽ ۾ سندس سمورا وفادار ساٿي، يوسف بن خده، ڪرنل تياتي، محمد خضر، آيت احد ۽ ٻيا شامل هئا. 19 جون 1965ع جي رات ڪرنل حَواري بومدين سندس حڪومت جو تختو اونڌو ڪري حڪومت جون واڳون سنڀالي ورتيون ۽ بن باالله کي گرفتار ڪيو ويو. جتان ڪيس 1979ع ۾ آزاد ڪيو ويو.

**بنجو آبشار:** هي آبشار جوهي تعلقي ۾ ٽنڊي رحيم خان شهر ويجهو ڏکڻ ۾ واقع پير گاجي شاهه جي مزار جي اولهه ۾ ڪير ٿر جي اوچائي تان ايامن ڪان وهندو پير گاجي شاهه جي مزار هيٺيان هزارين ايڪڙ زمين آباد ڪري ٿو. سنڌ جو هي خوبصورت آبشار هڪ قديم تيرٿ ۽ آستان آهي، جتي شِوجي پوڄا ۽ قرباني جي رسم ادا ڪئي ويندي هئي. هي آبشار پير گاجي شاهه جي مزار جي هيٺاهين واري علائقي لاءِ هڪ وڏي نعمت ثابت ٿيو آهي. جو ته هن علائقي ۾ زرعي مقصدن لاءِ ڪو ٻيو پاڻيءَ جو ذريعو نه آهي. هن کي "گاجي شاهه جي واهي" پڻ چيو ويندو آهي. اهو آبشار پير گاجي شاهه ميلي ۾ شريڪ لکين زائرين ۽ عام ڏهاڙن ۾ زيارت لاءِ ايندڙ هزارين زائرين لاءِ صحرا ۾ نخلستان مثل آهي. هي واهي يا آبشار جبلن مان وهي اچي قديم ماڳ ماڙي ڪڙ ۽ ٽنڊي رحيم تي ختم ٿئي ٿو. قديم دور ۾ هن ئي واهي ۽ آبشار تي بيشمار بند زرعي مقصدن لاءِ ٻڌا ويا، جيڪي پاڻي وراڻ ۽ جمع ڪرائڻ جو ڪم ڏيندا هئا، جن کي گبربند سڏيو وڃي ٿو. جيڪي هن علائقي ۽ ڪيرٿر ۾ زردشت دور جي ياد ڏيارين ٿا. جبل تان لهندڙ هن آبشار جو منظر انتهائي خوبصورت ۽ وڻندڙ هوندو آهي.

**بنده بيراڳي:** بنده بيراڳي سکن جو فوجي اڳواڻ هو سندس نالو لڇمڻ ديو هو راجوڙي جي علائقي پونڇ جو راجپوت هو جوانيءَ ۾ ئي بيراڳي ٿي ويو ۽ درياهه گوداوريءَ جي ڪناري تي رهائش اختيار ڪيائين. گرو گوبند سنگهه جڏهن دکن ويو ته اتي سندس ملاقات بيراڳي سان ٿي. اتي هن کي سکن جو فوجي رهنما مقرر ڪيو ويو. بيراڳي واپس پنجاب آيو ۽ سکن جي هڪ وڏي جماعت ناهي مغل علائقن تي حملا شروع ڪيائين. جمنا ۽ ستلج جي وچ واري علائقي کي تباهه ۽ برباد ڪري ڇڏيائين. مسلمانن جو قتل عام ڪيو ويو، عورتن جي بي حرمتي ڪئي. هارڻ کي بي رحمي سان قتل ڪيو هن سکن جي مذهب ۾ ترميم ڪئي. ان ڪري سک سندس مخالف ٿي پيا ۽ الڳ ٿي ويا. 1716ع ۾ مغل بادشاهه فرخ سير جي زماني ۾ اٺ سو ساٿين سميت پڪڙجي پيو ۽ سمورن کي قتل ڪيو ويو.

**بنگلزئي، حاجي عبداللطيف:** شاعر، محقق ۽ مقالانگار حاجي عبداللطيف بنگلزئي، پهرين جنوري 1954ع تي پڙنگ آباد، مستونگ (بلوچستان) ۾ پيدا ٿيو. سندس والد جو نالو حاجي مير قيصرالدين هو جيڪو علم ادب سان گهڻو لڳاءُ رکندڙ هو. حاجي عبداللطيف بنگلزئي پرائمري تعليم 1970ع ۾ پنهنجي ئي ڳوٺ جي اسڪول مان حاصل ڪئي. مئٽرڪ 1973ع ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ولي خان مستونگ روڊ مان ڪيائين. انٽر 1975ع ۾ گورنمينٽ ڪاليج مستونگ مان ۽ گريجوئيشن ۽ ايم اي (پوليٽيڪل سائنس) 1982ع ۾ ڪيائين. بي ايڊ، ايم.ايڊ ڪرڻ ڪانسواءِ 1992ع ۾ براهوي ۾ ايم اي به ڪيائين. 2009ع ۾ ڊاڪٽر عبدالرحمان براهويءَ جي نگرانيءَ ۾ "براهوي ٻولي ۽ ادب جي ترقي" ۾ رسالن جو حصو" جي موضوع تي علامه اقبال اوپن يونيورسٽي اسلام آباد مان ايم فل ڪيائين. درس ۽ تدريس سان لاڳاپيل آهي. هن

براهوي ادبي سيمينارن ۾ ڪيترائي تحقيقي مقالا لکيا آهن. جيڪي مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپيل آهن. هر سال سنڌ ۾ فريد آباد ۾ ٿيندڙ بروهي سيمينار ۾ شرڪت ڪندو رهندو آهي.

سندس ڪتابن جو تفصيل هن طرح آهي. (1) ڳرگيس براهوي انشائيا 1995ع، (2) براهوي پن ڪا جائزه (نالن تي تحقيق 1997ع)، (3) ملو (ٻارن لاءِ ڪتاب)، (4) براهوي انشائيه نگاري (فن و تحقيق 1998ع)، (5) لطيفيات (انشائيه مجموعه 2005ع)، (6) "محمد صلي الله عليه وسلم" (سيرت پاڪ: 2005ع، اوارڊ يافته). ان ڪانسواءِ سندس ڪيترائي ڪتاب ڇپائي لاءِ تيار آهن. سندس ڪتاب لطيفيات شاهه لطيف بابت آهي.

**بنگلور**: بنگلور ڏکڻ هندستان جي صوبي ڪرناٽڪ جو هڪ اهم شهر آهي. 1970ع ۾ آدم شماري موجب 1041900 هئي. آزادي کان اڳ رياست ميسور جي گاديءَ جو هنڌ هو. تمام خوبصورت شهر آهي. بنگلور شهر جو بنياد 1537ع ۾ وڌو ويو. 1760ع ۾ سلطان حيدر عليءَ ان تي قبضو ڪيو. 1799ع ۾ انگريزن سلطان ٽيپو ڪي سرنگاپٽم جي ميدان ۾ شڪست ڏيئي ان تي قبضو ڪيو. مگر پوءِ رياست ميسور ان جي اصل حڪمران حوالي ڪئي وئي. 1831ع ۾ هيءُ شهر ميسور جي گادي جو هنڌ مقرر ڪيو ويو. هتي ٽيپو سلطان جو محل ۽ ٻيون تاريخي عمارتون قابل ديد ۽ ڏسڻ وٽان آهن.

**بني اسرائيل، سورة**: قرآن مجيد جي 17هين سورة، جنهن ۾ 12 رڪوع ۽ 111 آيتون آهن. جيڪي مڪي شريف ۾ نازل ٿيون. هن سورة ڪي الاسراء به سڏيندا آهن. هن جي پهرين ئي آيت ۾ هن ڳالهه جو اشارو ڪيل آهي ته هي سورة معراج جي موقعي تي نازل ٿي. هن جي شروعات حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جي معراج جي واقعي سان ٿيل آهي ۽ هن واقعي ۾ مسجدِ اقصيٰ جي ذڪر ۾ ٻڌايو ويو آهي ته اهي برڪتون جيڪي بيت المقدس سان منسوب هيون، اهي هاڻي حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم ۽ ان جي امت لاءِ آهن. ٻئي رڪوع ۾ ٻڌايل آهي ته انسان ڪي پنهنجا ذاتي غرض ختم ڪرڻ گهرجن. ٻيءَ صورت ۾ سندن لاءِ وڏي تباهي آهي. ٽئين ۽ چوٿين رڪوع ۾ اعليٰ اخلاق بابت، پنجين رڪوع ۾ توحيد جي ذڪر سان آخرت تي ايمان بابت زور ڏنل آهي، ڇهين رڪوع ۾ سزا جزا ۽ عذاب الاهيءَ جو ذڪر ڪيل آهي، ستين ۾ حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جي مخالفت تي عذاب جو ذڪر، ائين ۾ ڪافرن جي انهن سازشن جو ذڪر جيڪي هو پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جي مخالفت ۾ ڪندا هئا، نائين ۾ حق جي ڪاميابي، ڏهين ۾ قرآن پاڪ جي عظمت ۽ يارهين رڪوع ۾ رسالت جي انڪارين ۽ انهن تي نازل عذاب بابت ٻڌايل آهي.

**بوٽسوانا** (Botswana): هن ملڪ جو سرڪاري نالو جمهوريه بوٽسوانا (Republic of Botswana) آهي. جنهن جو پراڻو نالو بيچوانا لينڊ هو. بوٽسوانا قبيلي جي نسبت سان هن ڪي بوٽسوانا جو نالو ڏنو ويو هي ملڪ ڏکڻ آفريڪا ۾ آهي. جنهن جي اتر ۽ اولهه ۾ نميبيا، اتر ۾ زمبيا، اتر اوڀر ۾ زمبابوي، ڏکڻ ۾ جمهوريه ڏکڻ آفريڪا آهي.

بوٽسوانا جي ڪل پکيڙ 581730 چورس ڪلوميٽر (224711 چورس ميل) ۽ آبادي 25 لک آهي. بوٽسوان گاديءَ جو هنڌ گيبرون (Gaborone) ۽ سڀ کان مٿانهون هنڌ مائونٽ اوٽس (بلندي: 1489 ميٽر) آهي. هتي سرڪاري ٻولي انگريزي آهي، پر هتي ٽسوانا ۽ شونا ٻوليون پڻ ڳالهائجن ٿيون. هتي جي موسم گرم ۽ گهميل آهي. سردين ۾ سخت سردي ۽ جون کان آڪٽوبر تائين سخت گرمي ۽ گهميل موسم رهندي آهي.

بوٽسوانا جي مکيه زرعي پيداوار مڪئي، سورگم، ٻج، ان، ڀاڄيون آهن ۽ مکيه صنعتن ۾ فوڊ پروسيسنگ، گوشت جي پيڪنگ، ڪاٽيون ڪوٽڻ آهي ۽ مکيه معدنيات ۾ هيرا، ٽامو نڪل، سون، مينگانيز، ڪوئلو پوٽاش، لوڻ، پلاٽينيم ۽ سوڊا ڪار آهي.




بوٽسوانا، آفريڪا جو هڪ خوشحال ۽ امير ترين ملڪ آهي. هتان جا اصلي رهواسي سان (San) هئا. سوٿو (Sotho) نسلي گروپ 1600ع ۾ هجرت ڪري بوٽسوانا جي علائقي ۾ آباد ٿيو. گيبرون شهر جي پيڙهه هڪ آفريقي سردار گيبرون متيلاپن وڌي. 1885ع ۾ هتي برطانيا قابض ٿيو ۽ 1886ع ۾ هيءُ بيچوانا لينڊ جي نالي سان برطانيا جي حفاظت هيٺ رهيو 1965ع ۾ آئين نافذ ٿيو ۽ 30 سيپٽمبر 1966ع تي بيچوانا لينڊ ڪي مڪمل آزادي ملي. سر سريستي ڪاما جمهوريه بوٽسوانا جو پهريون صدر ٿيو. جيڪو ٻيهر به صدر چونڊجي آيو. هن جي دور ۾ ملڪ وڏي ترقي ڪئي ۽ ان عرصي وچ ۾ هيرن ۽ ٻين معدنيات جي ليڙ سان ملڪ جي قسمت ئي بدلجي وئي. 1976ع ۾ بوٽسوانا جي نئين ڪرنسي پولا رائج ٿي. 1981ع ۽ 1982ع جي ڏڪارن جي ڪري هتان جي 75 سيڪڙو پوک برباد ٿي وئي. 19 مئي 2000ع تي صدر موگائي، اوراپا (Orapa) جي هنڌ تي دنيا جي سڀ کان وڏي هيرن جي کاڻ جو افتتاح ڪيو.

بوٽسوانا خشڪيءَ ۾ گهيريل ۽ سمنڊ ڪانسواءِ ملڪ آهي. هن جي اتر کان ڏکڻ طرف ڊيگهه 1006 ڪلوميٽر ۽ اوڀر کان اولهه طرف ويڪر 950 ڪلوميٽر آهي. ملڪ جي گهڻي ڀاڱي اراضي مٿانهين ميداني آهي، جنهن جي وڌ ۾ وڌ بلندي 1000 ميٽر تائين آهي. ڏاکڻي ڀاڱي تي ڪالا هاريءَ جو رڻ پکڙيل آهي.

بوٽسوانا جي آزاديءَ جو ڏهاڙو 30 سيپٽمبر 1966ع آهي ۽ گڏيل قومن جي اداري (U.N.O) جي ميمبرشپ 17 آڪٽوبر 1966ع کان آهي.

**بودو ڪنڀ ۽ وادي**: ڪيرٿر جابلو سلسلي جي مشهور نئن "تلي يا نري" جي پيٽ ۾ ڪيرٿر جي ٻين وڏين ڪنين وانگر هي بودو نالي به هڪ ڪنڀ آهي. جيڪو بودو واديءَ ۾ موجود بودي ڳوٺ جي وٽ ۾ آهي. هن ڪنڀ ۾ هر وقت پاڻي رهي ٿو ۽ مڇي جو شڪار به ٿئي. ڪنڀ ۾ پاڻيءَ جي گهرائي 20 فوٽ تائين ٿيندي. ڪنڀ ويجهو موجود بودو وادي ۽ واديءَ ۾ پوکيل فصل نئن نريءَ جي هن ٽڪري ڪي سرسبز ۽ شاداب ڪيو وڃنا آهن.

بودو ڪنب جي ويجهو اولهه ڏکڻ ۾ نئن نرئي جي پيٽ ۾ ٿي رند لاشار جنگ جي حوالي سان قديم ماڳ سدو مزو ڍهه موجود آهي، جتي پڻ پاڻيءَ جو هڪ وڏو تلاءُ آهي، جتي مقامي ماڻهن موجب واڳون ۽ سيسر به ڏٺا ويا آهن. هن تلاءُ ۾ مڇيءَ جو شڪار به ڪيو ويندو آهي. هي اولهه ۾ ڪارو ڪوٽ ماڳ ۽ قديم ٻڌڪي دور جي ماڳ پيراسر ڏانهن ويندڙ رستي تي آهي. هن ڪنب ۽ سدو مزو ڍهه ويجهو وڏي تعداد ۾ ۽ ٽڪرين تي مختلف قسمن جا چٽ Petroglyphics چٽيل آهن، جن مان گهڻائي ٻڌ دور سان تعلق رکي ٿي.

بودو ڪنب ۽ واديءَ ڏانهن رستو ڪاڇي جي شهر واهي پانڌيءَ کان وڃي ٿو، جيڪو شهر جي بلڪل ويجهو اولهه ۾ نئن نرئي جي منهن مان ٿيندو، ان جي پيٽ مان جيپ جو ۽ پيادل پڇرو اوڏانهن وٺي وڃي ٿو. هن علائقي ۾ ٻيا ڪيترائي سمڙا، واهيون ۽ آبشار آهن. جيڪي ان واديءَ ۾ انتهائي خوبصورت منظر پيش ڪن ٿا. هي ماڳ سياحت جي حوالي سان سنڌ جو انتهائي وڻندڙ ۽ خوبصورت ماڳ ٿي سگهي ٿو.

**بولچند سيتائي**: بولچند، جنهن کي بولو مل پڻ چوندا هئا، قابل استاد هو ۽ تعليم جي ميدان ۾ هن وڏو نالو ڪمايو. سيتا ڳوٺ جو هيءُ رهاڪو نه فقط درس ۽ تدريس جي سلسلي ۾ ماهر هو، پر بهترين مصور، ڊزائينر ۽ بت تراش به هو. بهترين پورٽريٽ لئنڊ اسڪيپ ۽ اسڪيچ ٺاهي سگهندو هو. ڪنهن دور ۾ هندن جي گهرن جي ڊزائين، مورتين ۽ تصويرن سينگارڻ واري عمل ۾ بولچند جو وڏو هٿ هيو. هندن جا اڪثر گهر، مندر، پاٺشالائون ۽ پنچائت، گهر هن جي تصويرن ۽ ڊزائينن سان سينگاريل هوندا هئا. هن سيتا ڳوٺ جي پرائمري اسڪول جي هڪ ڪمري ۾ هڪ هندو عورت ۽ ڪاز پکي جي خوبصورت تصوير پينٽ ڪئي هئي، جيڪا هن جي هندستان لڏي وڃڻ پڇاڻان به پنجاهه سالن تائين سنڌس ياد تازا ڪندي رهي ٿي، ان ٿي تصوير کان متاثر ٿي، ليکڪ بشير سيتائيءَ ڪيس هڪ نظم ”بولچند جي نانءَ“ ۾ هن بهترين مصور کي خراج تحسين پيش ڪيو آهي. بولچند شاعري به ڪندو هو ۽ ڪجهه ڊراما لکي اسٽيج ڪرايائين. هڪ ناري ديا ٻائي سان سنڌس عشق مشهور هو، جنهن سان پوءِ شادي ڪيائين. ورهاڱي وقت سيتا ڳوٺ کي هميشه لاءِ ڇڏي ڀارت هليو ويو.

**بهاري لال**: بهاري لال هندي شاعريءَ ۾ شرنگار رس (سينگار رس) جو اهم ترين شاعر آهي، هن صنف جي سلسلي ۾ ڪريا رام پهريائين ان ڏس ۾ قدم وڌايو. مگر هن ميدان جو شهسوار بهاري لال ثابت ٿيو. بهاري لال پٽ ڪيشو راءِ سنبت 1603/1660ع ۾ گوبند پور ضلعي گواليار ۾ ڄائو ۽ سنبت 1720هه/1664ع ۾ گذاري ويو. جيپور جي راجا جئسنگ کيس جيپور ۾ گهرائيءَ پنهنجي دربار جي خاص شاعرن جي صف ۾ جڳهه ڏني، ۽ جڏهين بهاري لال پنهنجي مشهور شاعرانه شاهڪار ”ست سئي“ کي پورو ڪيو، ته راجا جئسنگ کيس ست سؤ اشرفيون انعام ڏنيون. بهاري لال جو عاشقانه ڪلام هندي شاعريءَ ۾ اُتم مڃيو ويو آهي، ۽ ”سنگار رس“ ۾ سنڌس درجو مڙني شاعرن ۾ مٿاهون تسليم ڪيو ويو آهي.

**بهاؤالدين**: بهاؤالدين ولد قلڻ خان مهر ڳوٺ عزيز پور تعلقي پني عاقل جو ويٺل هو. ويجهڙائيءَ واري زماني جو شاعر ٿي گذريو آهي مولود، مداحون، بيت، ڪافيون ۽ ڏور جا بيت به چيا اٿس. يعني شاعريءَ سان گڏ سگهڙپائيءَ جو شوق به هوس. مدح لاءِ اندروني قافيه نهايت ضروري سمجهيو ويندو آهي، هن قسم جي مداح جي شروعات ميان سرفراز ڪلهوڙي ڪئي. ان ڪانپوءِ جن به شاعرن مداحون چيون آهن، تن اندروني قافين جو لحاظ رکيو آهي. بهاؤالدين به انهيءَ قسم جو لحاظ رکيو آهي. مثال:

پرم تون آن ڪرم تون آن، رحم تون رحمان جو
سردار تون گلزار تون، آڌار تون ايمان جو؛
حبيب تون عجيب تون، نقيب تون رحمان جو؛
ننگ پال تون من سوال تون، ڪرپال تون سڀ دان جو؛
رس يا رسول الله تون يا نبي نورالهديٰ؛
منظور ڪريان مصطفيٰ، مقصد سگهڙو محمدا.

**بهشت ۽ دوزخ (ڪتاب)**: هي ڪتاب نندي ڪنڊ جي مختلف ٻولين جي ڪهاڻين جو سنڌي ترجمو آهي، جنهن کي ناميارو ترجمي نگار ولي رام ولڀ نهايت ئي سهڻي انداز ۾ ترجمو ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ انهن ٻولين مان چونڊ ڪيل ڪل 26 ڪهاڻيون شامل ڪيون ويون آهن، جن جو وچور هن ريت آهي: انگريزيءَ جون 04 ڪهاڻيون، اردوءَ جون 05 ڪهاڻيون، بنگاليءَ جون 03 ڪهاڻيون، تامل جون 04 ڪهاڻيون، پنجابي جون 02 ڪهاڻيون، گجراتيءَ جون 04 ڪهاڻيون، مليالم جون 03 ڪهاڻيون ۽ هنديءَ جي 01 ڪهاڻي شامل آهي. ڪتاب جي آخر ۾ ڪهاڻيڪارن جو تعارف پڻ ڏنو ويو آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو سنڌي ادبي بورڊ پاران سال 2004ع ۾ شايع ڪيو ويو. ڪچي جلد سان، 222 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 110 روپيا آهي.




**بئريسٽر ضمير گهمرو**: قانون ۽ سماجي جاڳرتا جي حوالي سان بئريسٽر ضمير گهمرو پنهنجي الڳ سڃاڻپ رکي ٿو. هن 1966ع ۾ خيرپور ميرس ۾ جنم ورتو. شاهه عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور مان 1991ع ۾ 'بين الاقوامي تعلقات' ۾ ماسترس ڪري گولڊ ميڊل حاصل ڪيائين ۽ ساڳئي مضمون لاءِ اتي ليڪچرر طور هڪ سال پڙهايائين. 1992ع ۾ هن چناپيئيءَ وارو امتحان پاس ڪري، سول سروسز اڪيڊمي، پشاور مان سب ڊويزنل مئجسٽريٽ جي تربيت ورتي، بعد ۾ هو مختلف وقتن ۾ ايس. ڊي. ايم، سٽي مئجسٽريٽ، ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ، اسسٽنٽ ڪمشنر ۽ ايڊيشنل ڊپٽي ڪمشنر طور 2001ع تائين مختلف هنڌن تي ذميواريون نڀائيندو رهيو. هن 2003ع ۾ لنڊن جي سٽي يونيورسٽيءَ مان ايل. ايل. بي ڪئي ۽ 2005ع ۾ يونيورسٽي آف ويلز، انگلنڊ مان ايل. ايل. ايم جا چار يونٽ مڪمل ڪيا.



بئريسٽر ضمير، جولاءِ 2005ع ۾ سرڪاري ذميوارين تان استعيفا ڏيئي ڇڏي، ان وقت هو سنڌ سرڪار ۾ ڊپٽي سيڪريٽري طور مقرر هو. ان دوران هن جو لاڙو قانون ڏانهن ٿيو. پاڻ هاءِ ڪورٽ جي وڪيل طور به نامزد ٿي چڪو هو. هن وقت 'ضمير گهمرو اينڊ ايسوسيئيشن' نالي قانوني معاونت جو فرم سنڀالي رهيو آهي، سماجي ڪيتر ۾ هن انساني حقن جي تنظيم سان گڏجي سنڌ جي ڪجهه نجي جيلن مان زميندارن وٽ ناحق قيد ڪيترين ئي هارين کي آزاد ڪرائڻ ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪيو. مختلف انگريزي ۽ سنڌي اخبارن ۾ سماجي جاڳرتا ۽ حالات حاضره بابت تحقيقي ۽ تجزياتي ڪالم به لکندو رهي ٿو. پاڻ هن وقت 'سنڌ دوست رابطا

ڪائونسل (SDRC) جو سربراھ آھي، ان پليٽ فارم تان ھو قومي حقن، خود مختياري ۽ انساني حقن بابت جاڪوڙي رھيو آھي.

**بيان البرڪات في ترجمة دلائل الخيرات** (ڪتاب): ھن بابرڪت ڪتاب جو مصنف ابو عبدالله سيد محمد بن سليمان جزولي آھي. مصنف ابو عبدالله مقدمي ۾ ڪتاب جو نالو ”دلائل الخيرات وشوارق الانوار في ذڪر الصلواة“ ڄاڻايو آھي. ھن صاحب فجر جي نماز جي ٻي رڪعت جي ٻئي سجدي ۾ پھرين ربيع الاول 870 ھ/ 22 آڪٽوبر 1465ع ۾ انتقال ڪيو. ھن با برڪت دعائن ۽ ورد وظائف جي عربي ڪتاب جو سنڌيءَ ۾ ترجمو علامہ عبدالوحيد جان سرھنديءَ ڪيو آھي. ھن ڪتاب ۾ اسماءَ الله الحسنيٰ افتتاحي دعا، درود شريف جون فضيلتون، اسماء النبي الڪريم صلي الله عليہ وسلم،




دلائل الخيرات پڙھڻ جي نيت، روضءِ اطھر جي تعريف، جمعي جي ڏينھن جي دعا، ڇنڇر جي دعا، آچر جي دعا، سومر جي دعا، اڱاري جي دعا، اربع جي دعا ۽ ٽي خميس جي ڏينھن جون دعائون ۽ آخر ۾ قصيدي برده شريف جو انتخاب پڻ شامل آھي. ھن ڪتاب جي ڪتابت فقير فيض محمد سڪندريءَ جي ڪيل آھي. دعائن جو ھي بابرڪت ڪتاب سنڌي ترجمي سان قاضي عبدالقدوس راڄڙ القدوس پبلڪيشنز طرفان ڇپائي في سبيل الله ورھايو آھي، ڊيمي سائيز جي 346 صفحن تي مشتمل ھن ڪتاب جو پھريون ڇاپو 1995ع، ٻيو ڇاپو 1996ع ۽ ٽيون ڇاپو 2004ع ۾ شايع ٿي چڪو آھي.

**بي. بي. سي** (British Broadcasting Corporation): دنيا جو مشھور نشرياتي ادارو، جنھن جو ھيڊ ڪوارٽر لنڊن ۾ آھي. ھي نشرياتي ادارو، دنيا جي ڪيترين ئي ٻولين ۾ پروگرام نشر ڪندو آھي. پھرين عالمي جنگ جي خاتمي کانپوءِ بي. بي. سيءَ جي نشريات کي وڏي اھميت حاصل ٿي وئي. اھڙيءَ طرح، ھن اداري کي تجارتي بنيادن تي ھلائڻ شروع ڪيو ويو. شروع ۾ ھي ادارو ”برٽش براڊ ڪاسٽنگ ڪمپني“ طور ڪم ڪندو ھو. 1922ع ۾ ھن کي




خانگي شعبي جي حوالي ڪيو ويو. 1927ع ۾ ھي ادارو ڪارپوريشن ۾ تبديل ٿي ويو. جيتوڻيڪ ھي ادارو آزاد آھي، پر پوءِ بہ ڪن معاملن ۾، برطانوي پارليامينٽ اڳيان جوابده آھي. ھن جي بورڊ آف ڊائريڪٽرس جي مقرري ”شاھي تاج“ جي نالي ۾ ٿيندي آھي. 1923ع کان ”بگ بين“ گھڙيال جو آواز بي.بي.سيءَ تان نشر ڪيو ويو.

بي. بي. سي جا دلچسپ ۽ معلوماتي پروگرام، سياسي تبصرا ۽ دنيا جي اڪثر ملڪن خاص ڪري ايشيا ۽ آفريڪا کنڊن جي سيني ملڪن ۾ دلچسپيءَ سان ٻڌا ويندا آھن. 1936ع ۾ بي. بي. سيءَ مختلف ٻولين ۾ پروگرام نشر ڪرڻ سان گڏ ٽيليوزن سروس پڻ شروع ڪئي. ٻي عالمي جنگ دوران سندس ٽيليوزن سروس کي منقطع ڪيو ويو. 1946ع کان ٽيليوزن نشريات کي ٻيھر جاري ڪيو ويو. 1967ع کان رنگين پروگرام شروع ڪيا ويا. ھن وقت اداري کي لنڊن ۾ پنھنجي بھترين عمارت آھي. جنھن ۾ ھر شعبي ۽ ٻوليءَ جا جدا جدا دفتر قائم ٿيل آھن. ھن اداري جي ”سائونڊ لائبرري“ ڏسڻ وٽان آھي. جيڪا اٺ منزلا عمارت ۾ قائم ٿيل آھي. ھر منزل ۾ سازن ۽ آوازن جا مختلف رڪارڊ موجود آھن. اھو سڀ سامان، اھڙي تہ ترتيب سان رکيل آھي، جو ڪابہ شيءِ ٽن منٽن اندر حاصل ڪري سگھجي ٿي. ھتي سڄي دنيا جي چونڊ ڳائڻن جا آواز موجود آھن. ھڪ شعبو اھڙو بہ آھي، جنھن ۾ دنيا جي سيني اھم شخصيتن جا آواز، تقريرون ۽ انٽرويو وغيره موجود آھن ۽ سٺي نموني محفوظ ٿيل آھن. پروپيگنڊا جي لحاظ کان بي.بي.سيءَ سان دنيا جو ٻيو ڪوبہ نشرياتي ادارو مقابلو نہ ٿو ڪري سگھي. طاقتور ٽرانسميشن جي ڪري، ھتان جا پروگرام سڄي دنيا ۾ صاف ٻڌڻ ۾ ايندا آھن. بي. بي. سي ريڊيو تان رات جو اردو خبرن ۽ تبصرن کي پاڪستان توڙي ھندستان ۾ دلچسپيءَ سان ٻڌو وڃي ٿو. بي بي سي ٽي وي نيوز چئنل اڄڪلھ ڪافي مقبول آھي.

**بيبي صغرا، آپا**: مثالي عورت استادن منجھان آپا بيبي صغرا ڏيءُ غلام علي شاھ بخاريءَ جو نالو سر فھرست آھي، بي بي صغرا 2 فيبروري 1918ع ۾ ابراھيم شاھ جي پڙ حيدرآباد ۾ واقع حويلي سيد محمد شاھ بخاريءَ ۾ پيدا ٿي. کيس ننڍي ھوندي کان ئي پڙھڻ، لکڻ جو شوق ھوندو ھو، جيڪو کيس پنھنجي ڏاڏي ۽ ڦُڦيءَ کان ورثي ۾ مليو ھو. سندس ڏاڏي ’بي بي ياڳل‘ 1891ع ۾ ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج فار وومين، حيدرآباد مان صوبي سنڌ جي پھرين مسلمان عورت جي حيثيت سان ٽيچرس ٽريننگ حاصل ڪئي ۽ تاريخ جو حصو بڻي. سندن ڦُڦي ’بيبي ياڳل‘ ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج فار وومين حيدرآباد جي پھرين مسلم ھاسٽل ميٽرن جي حيثيت سان ڪم ڪيو. پنھنجي گھر ۾ علمي ماحول ڏسي کيس بہ پڙھڻ لکڻ جو شوق پيدا ٿيو.



بيبي صغرا پنھنجي سموري تعليم ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج مان حاصل ڪئي. فائنل پاس ڪرڻ کانپوءِ ھن پيشہ وراڻہ زندگيءَ جو آغاز 1936ع ۾ بابا ھاشم خواجہ اسڪول ۾ پرائمري اسڪول ٽيچر جي حيثيت سان ڪيو ۽ ڪجھ عرصي کانپوءِ ٽيچرس ٽريننگ جي ڪورس ۾ ٻي پوزيشن حاصل ڪئي، ٻيھر وري بابا ھاشم جي اسڪول ۾ واپس وڃي درس ۽ تدريس جو سلسلو شروع ڪيائين. ھي ھڪ محنتي ۽ ذھين استاد ھئي. کيس ڇوڪرين/ڇوڪرن کي تعليم ڏيڻ جو تمام گھڻو شوق ھو. سندس شوق ڏسي بابا ھاشم کيس پنھنجي ڌيءَ بڻايو ۽ اسڪول جو انچارج بہ مقرر ڪيو. ان دوران بيبي صغرا جي محنت ۽ ذھانت جي شھرت ٿيڻ لڳي ۽ کيس شھر جي ٻين بھترين اسڪولن مان بہ نوڪري جون آڇون اچڻ لڳيون، بيبي صاحبہ سنڌي گرامر ۽ رياضيءَ ۾ مڪمل عُبور رکندي ھئي، کيس مختلف ھنرن ۾ بہ مھارت حاصل ھئي. بابا ھاشم جي اسڪول ۾ رھندي، بيبي صغرا خواجہ ڪميونٽي جي ڇوڪرين لاءِ بہ تعليم جي فروغ لاءِ ڪوششون ڪيون، تنھنڪري حيدرآباد جي اسماعيلي ڪميونٽي اڄ بہ سندس نالو نھايت ئي عزت ۽ احترام سان وٺندي آھي.

آپا بيبي صغرا 17 آڪٽوبر 1941ع کان مئي '1942ع تائين ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج فار وومين ۾ ڪم ڪيو. ان ڪانپوءِ وري بابا هاشم خواجه جي اسڪول ۾ تعليم ڏيڻ جي سلسلي کي جاري رکيائين. هڪ ڀيرو ٻيهر وري کيس ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج (وومين) ۾ آپا بدرالنساءِ جي جڳهه تي 30 جولاءِ 1942ع ۾ مقرر ڪيو ويو. ڪاليج جي رڪارڊ مان معلوم ٿئي ٿو ته بي بي صغرا کي ئي اهو اعزاز حاصل آهي، جو سندس تقرري لاءِ ليڊي سپرنٽينڊنٽ خود سفارش ڪئي. 13 مئي 1942ع تي کيس ڊي پي آءِ سنڌ الائونس ڏنو ويو. باصلاحيت استاد هئي، هوءَ نصابي سرگرمين ڪانسواءِ هر نصابي سرگرمين ۾ پڻ شاگرديائڻين جي رهنمائي ڪندي هئي. هن ڪيترائي تقريري مقابلا، ڊراما، سبڻ پرت جا مقابلا ۽ ٻيا ڪيترائي پروگرام ترتيب ڏنا.

بيبي آپا صغرا پنهنجي پيشه ورانه زندگيءَ ۾ به تربيت ۽ تعليم حاصل ڪندي رهي، جڏهن ٽريننگ ڪاليج ۾ انگريزيءَ جو مضمون لازمي ڪيو ويو ته هوءَ به امتحان ۾ ويٺي. ان ڪانسواءِ ٽريننگ ڪاليج ۾ گرلز گائيڊ 'بلو برڊ' جي ناليِ سان شروع ٿي ته ٽريننگ حاصل ڪيائين ۽ ڪاليج پڙهندڙ ڇوڪرين کي سکيا ڏيندي رهي. آپا بيبي صغرا 1966ع ۾ پاڪستان گرلز گائيڊ ايسوسيئيشن جي ڪوئايل ٽريننگ پروگرام ۾ حصو ورتو ۽ ٽريننگ جي پڄاڻيءَ تي آرگنائيزنگ سيڪريٽري مسز عصمت نياز کيس تعريفي سرٽيفڪيٽ ڏنو. بيبي صغرا جي شاگرديائڻين مان ڪيترين ئي اڳتي هلي سنڌ جي نامور شخصيتون بڻيون. سندس شادي 1942ع ۾ سنڌ جي مشهور خاندان سيد ثابت علي شاهه ڪربلائي جي پڙپوٽي سيد ثابت علي شاهه (ثالث) سان ٿي، جيڪو پڻ سرڪاري ملازم هو. سندس اولاد به تعليم جي شعبي سان لاڳاپيل رهيو آهي.

بيبي صاحبه ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج جي هيڊمسٽريس جي عهدي تي ترقي حاصل ڪئي. 1976ع ۾ حيدرآباد ۾ فيميل سپروائيزر بڻي ۽ اتان رٽائرمينٽ ورتائين. بيبي صغرا 27 سيپٽمبر 1991ع ۾ هن فاني جهان مان لاڏاڻو ڪيو.

**بي بي مريم جو گهر**: 19 هين صديءَ جي شروعات ۾ جرمنيءَ جي هڪ نن (عورتون جيڪي گرجا جي خدمت لاءِ پاڻ کي وقف ڪن ۽ شادي نه ڪن) ناليِ آنا ڪيٿرينا، هڪ خواب ڏٺو ۽ اُن ۾ هُن کي بي بي مريم جو آخري گهر نظر آيو. اها خاتون معذور هئي ۽ گهر کان ٻاهر به ڪڏهن ڪا نه نڪتي هئي. هن همت ڪري، پنهنجي ان خواب کي ڪتابي صورت ۾ آڻي شايع ڪرايو ان گهر جون نشانيون، رستا ۽ جبل به ٻڌايائين. ڪتاب



جي شايع ٿيڻ جي دير هئي، پوءِ ته سڄي دنيا ۾ ڳولا شروع ٿي وئي. آخر اهو جبل ۽ ان تي اهو گهر ترڪيءَ ۾ هٿ اچي ويو. ڪيترائي سال ان تي تحقيق ٿيندي رهي، آخرڪار 20 جولاءِ 1967ع تي پوپ پال ڇهين ۽ 30 نومبر 1970ع تي پوپ لين پال ٻيهو هتي آيا ۽ گهر کي برابر صحيح قرار ڏنائون، هينئر ته ترڪيءَ وارا بيحد خوش آهن جو روزانه سوين عيسائي سياح اچي زيارت ڪن ٿا ۽ دعائون گهرن ٿا.

**بيبيون ستيون قبرستان**: ڇهن ايڪڙن تي مشتمل هيءُ قبرستان پني عاقل تعلقي ۾ سلطان پور شهر کان اوير طرف ڳوٺ لعل ڏني ڪَتي ۾ واقع آهي. بيبيون ستيون ٻه صديون پراڻو قبرستان آهي. عام روايت آهي ته بيبين ستين جي قبرن مان نڪتل پلئه ڪافي عرصو موجود هئا. هن قبرستان ۾ صرف عورتن کي دفن ڪرڻ جو رواج پيو.

**بيدل دهلوي**: بيدل دهلويءَ جو پورو نالو مرزا عبدالقادر بيدل دهلوي هو. نامور شاعر بيدل دهلويءَ جي پيدائش 1663ع تي عظيم آباد بهار ۾ شاهجهان بادشاهه جي دور ۾ ٿي. اورنگزيب عالمگير جي دور ۾ مغلن جي شهنشاهيت پنهنجي عروج تي هئي. مغل بادشاهن کان وٺي محمد شاهه رنگيلي تائين، هن سڀ ڪجهه اکين سان ڏٺو. مغليه سلطنت هن جي ڏسندي پستيءَ ڏانهن وڃي رهي هئي. هو پرهه جي ڏيئي وانگر ٽم ٽم ڪندو رهيو ۽ بهادر شاهه ظفر جي دور ۾ وسامي ويو. هن جي زندگيءَ جو گهڻو حصو دهليءَ ۾ گذريو ۽ هميشه دنياداري کان الڳ رهندو هو. وڏا امير ۽ وزير خود سندس آستاني تي هلي ايندا هئا. شاعري ۾ سندس خاص انداز هو، خيال بندي" سان گڏ عرفان ۽ تصوف کي پڻ پنهنجي شاعريءَ ۾ قلمبند ڪيو اٿس. سندس تصنيفن ۾ (1) ديوان بيدل (2) مثنوي محيط اعظم (3) مثنوي طلسم حيرت (4) مثنوي گلگشت (5) مثنوي نور معرفت (6) نڪات بيدل، (7) دقعات بيدل ۽ (8) چهار عنصر بيدل موجود آهن. مٿين تصنيفن مان نڪات بيدل، رقعات بيدل، ديوان بيدل ۽ چهار عنصر بيدل هڪ هنڌ منشي نول ڪشور 1292هه/1875ع ۾ شايع ڪيا. موجوده دؤر ۾ ڪليات بيدل گهڻا دفعا مختلف ادارن مان شايع ٿي چڪي آهي. بيدل سوين خوبصورت غزل لکيا، پر هن پنهنجي رقعات، پنهنجي مثنويءَ 'چهار عنصر' ۽ ڪجهه رباعين ۾ انهن واقعن ڏانهن اشارو ڪيو آهي، جي هن جي دور ۾ رونما ٿيا، پر هو غالب وانگر نثر نويس نه هو ۽ پنهنجي وقت جي عڪاسي گهٽ ڪئي اٿائين. غالب وانگر هو ڪنهن بادشاهه يا وزير جي مدح سرائي به نه ڪندو هو. هو ته انهن کي شيطان وانگر سمجهندو هو. پنهنجي مثنويءَ ۾ چيو اٿائين:

ايکہ تعريف سلاطين کردہء
مشق تعليم شياطين کردہء

ترجمو: "اڙي! تون جو بادشاهن جي ساراهه ڪرين ٿو، اهو سمجهه ته شيطان واري تعليم جي مشق ٿو ڪرين". بيدل ڳالهير ۽ وڏ واتيو نه هو. غالب ۽ علامه اقبال ٻئي بيدل کان متاثر هوندا هئا. شيخ اياز به بيدل دهلويءَ کان متاثر هو ۽ سندس هيٺيان شعر کيس ڏاڍا پسند هوندا هئا.

ساحل کہ اصلِ طينش او جوش تشنگي سِت
درياست درکنار لبَش تر نمي شَوَد

["ڪناري جي سياوَ ۾ اها ڳالهه نه آهي ته هن جي اُڃ لهي سگهي. جيتوڻيڪ درياهه ان جي ٻڪَ ۾ آهي. ان جا چپ اڃايل آهن." (شيخ اياز جي ڪتاب: "ڪَتن ڪر موڙيا جڏهن" مان ڪنيل.]

**بيرنگ بادشاهه:** سيد محمد اسماعيل المعروف ”بيرنگ بادشاهه“ ولد سيد غلام شاهه سن 1901ع ۾ ڳوٺ آرائين لڳ مدئجي، ضلعي شڪارپور ۾ ڄائو. هو صوفي شاعر ۽ بزرگ ٿي گذريو آهي. ”بيرنگ بادشاهه“ سنڌي تعليم پنهنجي ڳوٺ واري اسڪول ۾ ورتي. عربي ۽ فارسي ڳوٺ جندو ديري ۽ عرضي پٽي جي ديني مدرسن ۾ پڙهيو. روحاني فيض سائين سدمان شاهه (تارڪ) رضوي، درگاهه ڦلپوٽا لڳ ماهوٽا کان حاصل ڪيائين. جنهن کيس ”بيرنگ“ جو خطاب بخشيو. زندگيءَ جو ڪافي عرصو اتي رياضت ۽ مرشد جي خدمت ۾ گذاريائين. ”بيرنگ بادشاهه“ صوفياڻو ڪلام چيو آهي. هن پنهنجي شاعريءَ ۾ بيرنگ تخلص سان گڏ ”راز“ ۽ ”ڪٿي ڪٿي ”اسماعيل“ به استعمال ڪيو آهي. سندس ڪلام جو مجموعو قلمي صورت ۾ موجود آهي. جيڪو سندس ئي هٿن جو لکيل آهي. سندس اکر تمام سهڻا هوندا هئا. سندس اهو قول مشهور آهي ته ”موت جي ياد قلب جو زنده رهڻ آهي“. بيرنگ بادشاهه راڳ جو شوقين هوندو هو. سڄي رات جاڳي جاڳي ويراڳ ۾ گذاريندو هو. نيم ڪلاسيڪي موسيقيءَ جو ماهر هو. يڪتارو ۽ طبلو وڄائڻ جي سٺي ڄاڻ رکندو هو. ڪيڙا ڳيڙو رتا ۽ مٿي تي تاج وانگر ڏگهو ٽوپ پائيندو هو. هٿ ۾ بيراڳڻ يا ڪندري ڪٽندو هو. جنهن ۾ ڳاڙهو علم ٻڌل هوندو هو. هن ڪڏهن به ڪو مريد نه ڪيو. البت سندس طالبن جو وڏو تعداد هو. پاڻ 11 نومبر 1944ع تي هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو. سندس آخري آرامگاهه ڳوٺ آرائين تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ آهي. نموني طور سندس هڪ بيت هيٺ ڏجي ٿو:

ڪڏ بنداٺي بند مان نه ماڳ وڃان موٽي،
وڃي ويـڙهن وچ ۾ ڳـنڍيان چوٽي،
نيت نه رک ڪوٽي ڪڏ بنداٺي بند مان.

**بيمارين جا سبب ۽ جديد طبي علاج** (ڪتاب): انساني طبي، علاج ۽ بيمارين متعلق لکيل هن ڪتاب جو ليکڪ حڪيم نذير احمد شيخ آهي، ڪتاب بابت به اکر انعام شيخ لکيا آهن. ڊاڪٽر ميجر (ر) انور عابد قاضي ۽ قاضي اسد عابد پڻ هن ڪتاب تي نوٽ لکيا آهن. پڪي جلد سان ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو، سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي پاران سال 2004ع ۾ شايع ٿيو. هن ڪتاب ۾ ڪل 205 صفحا آهن ۽ ڪتاب جي قيمت 100 روپيا آهي.




**بَيِّنَة، سورة:** قرآن مجيد جي 98 هين سورة، جيڪا مڪي ۾ نازل ٿي. هن ۾ اٺ آيتون آهن. هن سورة ۾ رسول الله صلي الله عليه وسلم جي شريعت کي روشن دليل چيو ويو آهي ۽ ماڻهن کي نماز پڙهڻ، زڪوات ڏيڻ ۽ نيڪ ڪم ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي ته جيئن اهي آخرت ۾ الله تعاليٰ جي نعمتن جا حقدار ٿين.

**بيورو آف ڪريڪيولم اينڊ ايڪسٽينشن ونگ، سنڌ:** ڄام شوري ۾ قائم بيورو آف ڪريڪيولم اينڊ ايڪسٽينشن ونگ، سنڌ جي تعليم ۽ خواندگي کاتي سان لاڳاپيل اهم ادارو آهي. پهرين جون 1970ع تي ’ڊائريڪٽوريٽ آف ايڊيوڪيشن اينڊ ايڪسٽينشن ۽ اسپيشلائيزڊ سروسز‘ جي نالي سان هن اداري جو قيام عمل ۾ آيو. جنهن جي بنيادي ڪمن ۾ صوبي ۾ ملازمت ڪندڙ استادن جي تربيت ڪرڻ ۽ خاص ٻارن جي اسڪولن جي سارسنڀال لهڻ هو.

1972ع جي تعليمي پاليسي جي روشنيءَ ۾ وفاقي نصاب جو ادارو ٺهيو ۽ صوبن اندر پڻ نصاب جا ادارا ٺاهيا ويا. 1 نومبر 1972ع ۾ سنڌ ۾ هن اداري جو نالو تبديل ڪري ’بيورو آف ڪريڪيولم اينڊ ايڪسٽينشن ونگ سنڌ، ڄامشورو‘ رکيو ويو. 1976ع ۾ سنڌ جي استادن ۾ تربيت ادارن جو انتظامي ڪنٽرول بيورو آف ڪريڪيولم جي حوالي ڪيو ويو ته جيئن نصاب ۽ تربيت جو ڪم بهتر نموني سان هلي سگهي. 1978ع ۾ بيورو



آف ڪريڪيولم کي سنڌ جي تعليم کاتي جو ’لاڳاپيل ادارو‘ پڌرو ڪيو ويو. 1988ع ۾ هن اداري کي تعليم کاتي جي تحقيقي اداري جو درجو پڻ ڏنو ويو. 2005ع ۾ ڪراچي ۽ سکر ۾ قائم ڪيل ٽن ’ڪالجز آف ايجوڪيشن‘ جو انتظامي ڪنٽرول پڻ هن اداري جي حوالي ڪيو ويو. هن وقت بيورو آف ڪريڪيولم ۾ انتظامي نگرانيءَ هيٺ استادن جي تربيت جا 25 اپلينسٽري ڪاليجز آف ايجوڪيشن (14 مرد، ۽ 11 عورت) ۽ 3 ڪاليج آهن. سنڌ جي مختلف ضلعن ۾ پي. ٽي. سي، سي. ٽي، او. ٽي. سي، اي. ٽي. سي ۽ بي. ايڊ جا ڪورس ڪرائي رهيا آهن.

هن اداري جي بنيادي مقصدن ۾ نصاب جي تياري ۽ نظرثاني، استادن جي جديد انداز ۾ تربيت، تعليمي تحقيق ۽ شاگردن جي حاصلات جو جائزو وٺڻ شامل آهي. هن ادري جي بنياد وجهڻ ۽ اداري جي ترقيءَ ۽ واڌ ويجهه ۾ سيد پناهه علي شاهه، آپا شمس عباسي، مشتاق احمد ڪوڪر، محمد ابراهيم جويو، غلام رضا پٽي ۽ ٻين ڪيترن ئي سنڌ جي ناميارن شخصيتن جو ڪردار رهيو آهي. هي ادارو نصاب سازي، استادن جا رهبر تيار ڪرڻ، تربيتي مينيوئل ۽ هيو ڪيٽروئي درسي ۽ تعليم مواد ۽ سامان تيار ڪندو رهيو آهي. جنهن سان صوبي جي تعليمي معيار کي بلند ڪرڻ ۾ مدد ملي آهي. هن اداري جي ڊائريڪٽرن ۾ سيد پناهه علي شاهه، واحد بخش شيخ، غلام رضا پٽو، آپا شمس عباسي، مشتاق احمد ڪوڪر، بقا محمد قريشي، محمد صالح گوپانگ، نظام الدين ميمڻ، ڊاڪٽر حبيب الله صديقي، عبدالحميد ميمڻ، محمد شريف ميمڻ، مسز صغريٰ شيخ، ڊاڪٽر صاحب خان چنا، ڊاڪٽر محبوب علي شيخ، مشتاق احمد شاهاڻي ۽ پروفيسر خير محمد زرداري شامل آهن.

هن اداري ۾ بنيادي تعليمي ڪم جيڪي ماهر مضمون ڪم ڪندا رهيا آهن، انهن ۾ محمد ابراهيم جويو، ڊاڪٽر الهداد ٻوهيو، عبدالمجيد عباسي، ڊاڪٽر ابوالقاسم شيخ، لعل بخش ڪوڪر، قاضي غلام اڪبر، صفدر مرزا، اقبال ملڪ، طلعت جسڪاڻي، زاهده حُميراڻي، مريد شريف ڪلهوڙو، ڊاڪٽر محمد ميمڻ، رانجهو خان زرداري، نسرين جعفري، مسرت حسين رضوي، صغير احمد شيخ، انوار احمد زئي، غلام اصغر ميمڻ، ادريس جتوئي، عبدالمجيد پرٽ ۽ ٻيا شامل آهن.

# پ

**پاريءَ جهل راند/ونجهوٽي:** ديسي راندين ۾ هيءَ راند بلڪل عام آهي ۽ سنڌ ۾ هر هنڌ کيڏي ويندي آهي. پارين کي ”درين“ به چئبو آهي، ان ڪري هن راند کي ”درين جي راند“ به ڪوٺبو آهي. هيءَ راند ڪنهن سڌي ميدان تي ڪرڻ ۾ ايندي آهي ۽ ٻن پارٽين جي وچ ۾ کيڏي ويندي آهي. هموار ڌيل زمين تي پير سان ليڪا ڪڍي ان کي چن يا پاڻيءَ سان چٽا ڪري پاريون ٺاهيون وينديون آهن. ڪن حالتن ۾ ڪوڏر يا ٻئي ڪنهن تکي اوزار سان ليڪا ڪڍبا آهن. پاريون ايتريون ٺاهيون وينديون آهن: جيترا پار هوندا آهن. پر ائن کان وڌيڪ پاريون نه ٺاهيون وينديون آهن، چو ته پوءِ راند ۾ سوڙهه ٿي پوندي آهي. جيتريون پاريون ٺاهيون

باري جهل ونجهوٽي راند جو نقشو

وينديون، اوترائي رانديگر هر هڪ ٽوليءَ ۾ هوندا آهن ۽ اهي پاريون آمهون سامهون اڀين ۽ پاسيرين ليڪن ذريعي ٺاهيون آهن ۽ سندن ڪشادگي ايتري هوندي آهي، جو ان ۾ بيٺل رانديگر آرام سان ڊوڙي ۽ ڦري گهري سگهي ۽ سندس پير ليڪي کان ٻاهر نه وڃي، نه ته ڪاپي پوندو.

راند جي ميدان جي نقشي کي پوري وچ مان به پور وچوٽ سنيون ليڪون آرپار ڪيپنديون آهن، جن سان ٿهيل رستي کي ”ونجهه“ چئبو آهي. اڳ ڏيڻ يا وٺڻ جو فيصلو اڪر پوريءَ ذريعي ڪيو ويندو آهي. رانديگرن جي چونڊ به ننڍ وڏ ذريعي ڪرڻ ۾ ايندي آهي. جڏهن اڳ ڏيڻ ۽ وٺڻ جو فيصلو ٿي ويندو آهي، تڏهن اڳ ڏيندڙ ٽوليءَ جا همراهه هڪ هڪ تي پاري سنڀاليندا آهن. پهرئين نمبر واري جي ونجهه واري چورس خاني ۾ اڳ ڏيندڙ ٽوليءَ جو اڳواڻ يعني هاڙهي بيهندو آهي. اڳ وٺندڙ ٽوليءَ جا سڀ رانديگر سامهون پارين ٽپڻ لاءِ تيار بيٺا هوندا آهن. ان بعد هاڙهي پاڻ ۾ تاڙو يا ڏارو ملائيندا آهن جنهن جو مطلب هوندو آهي ته راند شروع ڪجي. ظاهر آهي ته پهرينءَ پاريءَ تي بيٺل هاڙهي ائن جٽن کي روڪي نه سگهندو آهي. ان هوندي به هو وڏا وس ڪندو آهي ته ڪنهن نه ڪنهن ٽپندڙ رانديگر کي ڏڪ هڻي ڪپايان.ان ۾ بعضي ڪامياب به ٿي ويندو آهي. پر جيڪڏهن ست جٽا چڏائي ويا ته باقي هڪ يعني هاڙهيءَ کي سوگهو جهلي بيٺو هوندو آهي ۽ ڪيس پاري ٽپڻ نه ڏيندو آهي. اهڙيءَ طرح ٻي پاريءَ تي ستن جٽن جو حملو ٿيندو آهي، ٽينءَ تي ڇهن جي چوٿينءَ تي پنجن جي پنجينءَ تي چئن جي ڇهينءَ تي ٽن جو، ستينءَ تي ٻن جو ۽ آخريءَ تي هڪ جو مطلب ته هر هڪ پاريءَ ٽپڻ لاءِ هڪ هڪ رانديگر ورڇجي ويندو آهي. پوءِ راند مچي ويندي آهي، ٻچڻ وارن جون گوهيون ۽ گهمريون ۽ روڪڻ وارن جون اٽڪلون ڏسڻ وارا تماشي ۾ محو ته راند وارا ٻچڻ ۽ روڪڻ جي ڪوشش ۾ قابو ڏاڍو لطف پيدا ٿيندو آهي. جيڪڏهن ڪو همراهه اتفاق سان سڀ پارين ٽپي ويو ته واڪ ڏيندو ’ڪچي‘، يعني آءٌ هاٽي اڏ پڪو ٿي ويس. پوءِ اهو وري واپس ٿيندو ۽ ساڳيءَ طرح پارين ٽپڻ شروع ڪندو. هوڏانهن پارين وارا همراهه ڪيس روڪڻ جي ڪوشش ڪندا. پوءِ جيڪڏهن ڪتي پاريءَ ٽپندي ڪاپي پيو ته انهيءَ سڄيءَ ٽوليءَ راند هارائي ۽ ٻيءَ ٽوليءَ راند کٽي.

**پاٺوري:** پاٺوري ٻير جي جنس جو هڪ خاص قسم جو وڻ آهي، جيڪو جهڳٽي جي صورت ۾ ٿيندو آهي. هن جي پاڙ مان ڏگهيون ڇڙيون نڪرنديون آهن. رڍ ۽ ٻڪريءَ لاءِ سنو چارو آهي. پنن سان گڏ ان ۾ ٻير جهڙا ڏگها ڪنڊا ٿيندا آهن. پاٺوريءَ جي پاڙ تمام مضبوط ۽ لچڪدار هوندي آهي، جنهن مان ڪير ولوڙڻ لاءِ مانڌاٽيون يا جهيرٽا ٺهندا آهن. هن



جي ڇڙين مان هڪ خاص قسم جو ڪنئور به نڪرندو آهي، جيڪو حڪمت ۾ ڪاڌي جي ڪم ايندو آهي. مالوند پاٺوريءَ جي ٽارين مان پنهنجين ڪهاڙين جا ڳن ۽ لنيون ٺاهيندا آهن. جيڪي ٻي ڪائيءَ جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ جٽادار هوندا آهن. هن جو ڪنڊو تيز ۽ مضبوط هوندو آهي. مال خواه ماڻهوءَ کي پير ۾ لڳڻ جي صورت ۾ نقصان رسائي سگهي ٿو. جهنگ جي ٻوٽن جي گلن کان هن جي گل ۾ خوشبوءِ وڌيڪ هوندي آهي. ڦوٽهڙي جي مند ۾ هن ٻوٽي جي اڪيڙ پکيڙ سان سڄو ميدان خوشبوءِ سان معطر ٿي ويندو آهي. شاهه سائين به هن وڻ کي پنهنجي شاعريءَ ۾ ڳايو آهي:

ڪيرين، ٻيرين، پاٺرين، لنگهيائين ليار (شاهه)



**پرڙو، خير محمد:** خير محمد ولد حبيب الله پرڙو 25 اپريل 1949ع تي سيوهڻ لڳ ڳوٺ ڪاچي واهڻ ضلعي ڄامشوري ۾ ڄائو ابتدائي تعليم اباڻي ڳوٺ ڪاچي واهڻ مان 1964ع ۾ پوري ڪرڻ بعد ۽ مئٽرڪ 1969ع ۾ ڪيائين. ان بعد دادو ڪاليج ۾ پڙهيو بي. اي 1976ع ۾ ڪرڻ کان پوءِ ايم. اي معاشيات ۽ بعد ۾ ايم. اي سماجيات ۾ ڪيائين. ان سان

گڏوگڏ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ايڊيوڪيشن ۾ بي. ايڊ (B. Ed) جي سند پڻ حاصل ڪيائين. هن پنهنجي عملي زندگيءَ جي شروعات 1971ع ۾ ماستريءَ سان ڪئي. 1985ع ۾ ماستري ڇڏي سيڊ ڊولپمنٽ ڊپارٽمينٽ گورنمنٽ آف سنڌ ۾ پلاننگ آفيسر طور ذميواريون سنڀاليائين ۽ ان نوڪريءَ دوران ترقي ماڻي دادو، سانگھڙ ۽ نوشهري فيروز ۾ ڊسٽرڪٽ آفيسر جي عهدي تان رٽائر ڪيائين. سندس ادبي ڪارنامن ۾ ”ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا“، (2004) ”سنڌ صدين کان“، ”اسماء اللّٰہ حسنیٰ“ وغيره جھڙا ڪتاب اچي وڃن ٿا. تنظيمي طور تي سنڌ گريجوئيٽس ائسوسيئيشن سيوهڻ ۾ فنانس سيڪريٽري ۽ نائب صدر جھڙن عهدن تي ڪم ڪيو اٿس. مختلف وقتن تي اخبارن جي هائيڊ پارڪ ۾ به لکندو رهي ٿو. هن وقت نوڪريءَ تان رٽائرمينٽ وٺڻ بعد ضلعي نوشهري فيروز ۾ ڊولپمينٽ ڪنسلٽنٽ طور فرض سرانجام ڏيئي رهيو آهي.

**ٻرڙو، رياضت:** نوجوان، شاعر ۽ ليکڪ رياضت ٻرڙي 27 فيبروري 1970ع ۾ شوڪت علي ٻرڙي جي گھر ۾ جنم ورتو. هن پرائمري تعليم قنبر ۾ ورتي ۽ مئٽرڪ به قمبر هاءِ اسڪول مان 1986ع ۾ ڪيائين. 1995ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ايم. ايس. سي (فزڪس) ڪيائين. اهڙيءَ طرح 2000ع ۾ ايم. اي (سنڌي) ۽ ايم. ايڊ جون ڊگريون ورتائين. رياضت ٻرڙو بنيادي طرح شاعر، ڪهاڻيڪار ۽ مترجم آهي.



پهرين شاهه لطيف ڪاليج قنبر ۽ هن وقت ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻي ۾ فزڪس جو ليڪچرار آهي. 94-1993ع دوران هڪ سال تائين سنڌ يونيورسٽيءَ جي ”سائنس“ رسالي جو اسسٽنٽ ايڊيٽر به رهي چڪو آهي.

رياضت ٻرڙو سنڌي ادبي سنگت مرڪز جو جوائنٽ سيڪريٽري ۽ قنبر شاخ جو 6 سال سيڪريٽري رهي چڪو آهي، سنگت قنبر جي نيوز ليٽر ”ٻاڪ“ جو ايڊيٽر به آهي. 2008ع ۾ قائم ڪيل ڊاڪٽر محبت اڪيڊميءَ جو باني ميمبر ۽ ڊائريڪٽر آهي، جنهن پاران نوجوان محقق ڊاڪٽر محبت ٻرڙي جا 13 ڪتاب اچي وڃن ٿا:

(1) پيار ڪهاڻي (ڪهاڻيون: 1994ع)، (2) سائنسي معلومات (1994ع)، (3) سائنسي سوال جواب (1995ع)، (4) سائنسي جاڻ (2004ع)، (5) شام جي هوا (شاعري: 2004ع)، (6) ديوان رياضت (شاعري:2005ع)، (7) چانڊوڻا چمڪن (ترتيب: 2007ع)، (8) ذات ڏيئا ٻاريا (لاڙڪاڻي جا چونڊ شاعر (2010ع).

رياضت ٻرڙي کي ڊاڪٽر تنوير عباسي اوارڊ (2000ع) کان سواءِ سچل ادبي مرڪز لاڙڪاڻي ۽ سنڌي ادبي سنگت قنبر پاران بهترين ڪهاڻيڪار جا سرٽيفڪيٽ به ملي چڪا آهن.



**ٻرڙو، ڪوثر:** شاعر ۽ براڊڪاسٽر ڪوثر ٻرڙي جو اصل نالو غلام قاسم ولد نبي بخش ٻرڙو آهي. هن پهرين سيپٽمبر 1958ع تي ڳوٺ جاني ٻرڙي، تعلقي ڪوٽڏيجي، ضلعي خيرپور ميرس ۾ جنم ورتو. هن پرائمري پنهنجي ڳوٺ مان پاس ڪئي، مئٽرڪ ڪمپريھينسو هاءِ اسڪول خيرپور مان (1975ع) ۾ پاس ڪيائين. انٽر سپيريئر ڪاليج خيرپور مان 1977ع ۾ ۽ ايم. اي (بين الاقوامي تعلقات) 1983ع ۾ شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور مان ڪيائين. ڪوثر ٻرڙي 3 نومبر 1983ع ۾ پاڪستان براڊ ڪاسٽنگ اڪيڊمي اسلام آباد کان پنهنجي ڪيريئر جي شروعات ڪئي. اپريل 1984ع ۾ ريڊيو ڪراچي ۽ 1987ع ۾ ريڊيو حيدرآباد تي ريڊيو پروڊيوسر رهيو. سيپٽمبر 1995ع ۾ ريڊيو لاڙڪاڻي جو باني پروڊيوسر رهيو. ان بعد ريڊيو خيرپور، لاهور، تربت ۽ لاڙڪاڻي ۾ مختلف عهدن تي ڪم ڪرڻ بعد هن وقت ريڊيو پاڪستان خيرپور جي اسٽيشن ڊائريڪٽر طور خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي. سندس 7 ڪتاب ڇپجي چڪا آهن. جن ۾:

(1) اوجاڳا ۽ خواب (شاعري: 2000ع)، (2) ياد گھر (سارتيون ۽ خط: 2002ع)، (3) تنهن عشق کي شاباس (رومانوي قصا: 2004ع)، (4) تون منهنجو صنم آهين (شاعري: 2005ع)، (5) امر راڳي امر گيت (سرمد سنڌي جا ڳايل گيت: 2005ع)، (6) فن ۽ فنڪار (فنڪارن جا انٽرويو: 2007ع) ۽ (7) اڌاڻا احساس (ريڊيو ڪمپيئرنگ: 2009ع) اچي وڃن ٿا.

بهترين پروڊيوسر جي مڃتا طور ڪيس مختلف علمي، ادبي ۽ سماجي تنظيمن طرفان 40 کن اوارڊ ملي چڪا آهن. ان کانسواءِ علمي ادبي خدمتن تي ڪافي سرٽيفڪيٽ پڻ حاصل ڪري چڪو آهي. ڪيس مليل اوارڊن ۾: اجرڪ آرٽ اوارڊ (1990ع)، ٽر اوارڊ (1990ع)، سچل اوارڊ (1991ع)، شاهه لطيف اوارڊ (1991ع)، مراد فقير اوارڊ (1992ع)، پراڻ اوارڊ (1992ع)، گريخشاڻي اوارڊ (1992ع)، پير صبغة اللّٰہ راشدي اوارڊ (1992ع)، رئيس ڪريم بخش نظاماڻي اوارڊ (1993ع)، بهترين ريڊيو پروڊيوسر اوارڊ (1995ع)، محمد صديق مسافر اوارڊ (1995ع)، سامي اوارڊ (1995ع) ۽ شيخ علي محمد اوارڊ (1995ع) وغيره شامل آهن. هن وقت ڳوٺ جاني ٻرڙي ۾ ئي رهائش پذير آهي.

**ٻليءَ پيرڙو:** هيءَ معصوم ٻارڙن جي راند آهي. ننڍڙن ٻارن کي وندرائڻ خاطر سندن وڏي پيڻ، ماءُ، ماسي، پڦي، ناني يا ڏاڏي ٻار جو هٿ سنئون ڪري پڇندي آهي ته ”هتي جا مڇي ماني هئي سا ڪيڏانهن وئي؟“ ٻار کي اڳيئي هڪ دفعو جواب سمجھايو ويندو آهي. اهو چوندو آهي ته ٻلي کائي وئي. ان بعد پڇا ڳاڇا شروع ٿيندي ۽ آڱرين کي گھر جا ڀاتي ڄاڻي هر هڪ آڱر چيچ کان ٿيندي ترڻ ڏانهن ورائي پڇبو ته رهبو ۽ جواب به ڏبو رهبو ته: ”هيءَ ويئي ڀاڻي ڀرڻ“، ”هيءَ ويئي ڇيٽا چونڊڻ“، ”هيءَ ويئي ڪير ولوڙڻ“، ”هيءَ ويئي مينهون ڏسڻ“. آخر ۾ وارو ايندو آڱوٺي، جو جنهن لاءِ چيو ويندو ته ”هي ويو ڪاٺيون ڪرڻ“. ان بعد اهي سڀ ڀاتي بيڏوهي ٺهرائي، ٻليءَ جي ڳولا ڪبي ۽ ٻانهن تي آڱريون رکي چئبو ”ٻليءَ پيرڙو ٻليءَ پيرڙو“. وري واپس اچي ساڳيءَ طرح پير ڪٽبو. آخر ٻن ٽن دفعن جي اوٽ موٽ بعد ٻار جي ڪڇ ۾ هٿ وجهي ڪتڪتايون ڪيندي چئبو آهي: ”اجها ڙي اجها لڌي!“ ان بعد ٻار جو کلڻ ۽ گد گد ٿيڻ ڪو ويهي ڏسي.

**ٻنوي، مولانا محمد سليمان:** مولانا محمد سليمان ولد محمد هارون ذات جو شورو هو. سندس اصل ڳوٺ ڏکا پليجا لڳ قادر ڏنو شاهه هو جتي مولانا صاحب سن 1840ع ۾ پيدا ٿيو. مولانا صاحب شروعاتي تعليم ديهه ٽڪي ۾ حافظ مولوي محمد يعقوب پليجي کان ورتي. ان بعد پنهنجي ڪٽنب سان گڏ اچي درياهه ڪناري ٻني شهر ۾ آباد ٿيو. جنهنڪري مولانا سليمان ٻنوي مشهور ٿيو. مولانا ٻنوي وڏيڪ تعليم

حاصل ڪرڻ لاءِ سنڌ جي مشهور علمي ادبي درسگاهہ لٺي ويو. اتي مخدوم مولانا عبدالرحيم وٽ تعليم ورتائين. پوءِ بہ سندس علم جي اڃ نہ اُجهاڻي تہ پاٽ (دادو ضلعي) ۾ ويو. ان وقت سندس عمر 22 سال هئي. اتي هن مولانا مخدوم حسن الله کان فارسي ۽ ٻيا ڪتاب پڙهيائين، پوءِ مخدوم صاحب کان موڪلائي مخدوم خير محمد جي مدرسي ۾ آيو. جتي مولانا ٻنوي پورا ست سال رهيو. مولانا ٻنوي دينيدار، تقويٰ ۽ توڪل جو صاحب هو. هن پنهنجن مائٽن سان گڏجي "مدرسة المظهر العلوم" جو بنياد رکيو. جتي ٻہ سال مدرسي جو ڪم وڏي اوج تي هلايائين. ديني فيصلا ڪرڻ ۽ ماڻهن کي مذهب سان محبت ڪرڻ ۽ سمجهائڻ لاءِ مولانا ٻنوي صاحب لاڙ پرڳڻي جي عالمن جي هڪ انجمن قائم ڪئي. جنهن جو نالو "انجمن معلم الشرح" رکيو ويو. ان انجمن جو مقصد هو تہ اهڙا عالم چونڊيا وڃن، جيڪي باصلاحيت، ماهر ۽ محنتي هجن. مولانا ٻنويءَ سان گڏ تحريڪِ خلافت ۾ ڪيترن عالمن، شاگردن ۽ سماجي ڪارڪنن حصو ورتو، جن ۾ مولانا علي محمد مهيري، مولانا حاجي احمد ملاح، مولانا محمد صادق کڏي وارو ۽ ٻيا شامل هئا. مولانا ٻنوي تحريڪ ۽ تعليم کان سواءِ شاعري بہ ڪندو هو. سندس ڪيترا مولود ۽ مداحون اڄ بہ ماڻهن کي ياد آهن. پر افسوس جو سندس مواد ڇپيل نہ آهي. مولوي صاحب پنهنجي باقي حياتيءَ جا ڏينهن پنهنجي ڳڪن ۾ گذاريا. سندس وفات 8 اپريل 1941ع ۾ ٿي.

**ٻني سنڌو سيوا سنگھ** (تنظيم): ٻني ضلعي ڪڇ، تعلقي ڀڄ (هندستان) جو وڏو علائقو آهي، جنهن جي ايراضي 2000 چورس ڪلوميٽرن تي پکڙيل آهي. هن جي چوڌاري وارياسو ميدان آهي. هن علائقي جي ڪل آبادي 4000 جي لڳ ڀڳ آهي. هتي ماڻهو پراڻي دور کان رهي رهيا آهن. "ٻني سنڌو سيوا سنگھ" علائقي جي ترقي ۽ ڀلائيءَ لاءِ جوڙيل هڪ سماجي تنظيم آهي، جيڪا ڪلاڌر ديندار متوا ۽ ٻين 14 ڊسمبر 2001ع تي رجسٽرڊ ڪرائي. هن تنظيم جي مقصدن ۾ تعليمي، سماجي، معاشي ۽ ثقافتي بهتري ۽ ترقي شامل آهي. هن تنظيم تازو هڪ لائبريري بہ قائم ڪئي آهي، جنهن ۾ ڪڇي، سنڌي، گجراتي، اردو، هندي ۽ ٻين ٻولين جا ڪيترا ڪتاب رکيا ويا آهن. ٻني جي علائقي جي هي پهرين لائبريري آهي، جنهن ۾ مختلف ٻولين جي ڪتابن جو چڱو ذخيرو موجود آهي. هن تنظيم علائقي ۾ آڊيو، وڊيو ۽ انفارميشن سينٽر بہ تعمير ڪرايا آهن، جتي ماڻهن کي ڄاڻ سان گڏ روزگار وغيره جي حاصلات لاءِ پڻ مدد ملي ٿي. هي تنظيم هر سال علمي، ادبي ۽ ثقافتي پروگرام منعقد ڪرائيندي آهي. "ٻني سنڌو سيوا سنگھ" علائقي ۾ عورتن جي لاءِ هنري مرڪز بہ قائم ڪيو آهي، جتي مختلف هنرن جي تربيت ڏني وڃي ٿي. ان کان سواءِ تفريح ۽ راندين کي پڻ هٿي وٺرائي پئي وڃي. ماڻهن جي تفريح لاءِ مختلف ساز هارمونيم، طبلو، ڍولڪ، منجرو، چيڻ، ڪنجري ۽ ٻيا بہ رکيا ويا آهن. ان کان سواءِ مختلف راندين جهڙوڪ: ڪرڪيٽ، والي بال، بيڊمنٽن، لڊو وغيره کي بہ هٿي وٺرائي پئي وڃي. ٻني ۾ ايندڙ اديبن، شاعرن ۽ سماج سڌارڪن وغيره جي رهائش لاءِ اوطاق پڻ قائم ڪئي وئي آهي. هن تنظيم جي سهڪار سان علائقي ۾ ايمبولينس سروس بہ شروع ڪئي وئي آهي، ان کان سواءِ هي تنظيم سنڌي ۽ ڪڇيءَ جا ڪلاس بہ هلائي رهي آهي.

**ٻہ ساري راند**: هيءَ راند نو ٽڪي ۽ ٽہ ٽڪي راندين جي قسم مان آهي، پراڻهن کان وڌيڪ آسان آهي. هيءَ راند ننڍڙا ٻار جن ۾ ٻن درجن پڙهڻ جي لياقت هوندي آهي، سي بہ کري سگهندا آهن. هن راند ۾ ٻہ رانديگر حصو وٺندا آهن. هر هڪ رانديگر وٽ ٻہ ساريون هونديون آهن، جيڪي شڪل شباهت خواهہ جنس ۾ نو ٽڪي يا ٽہ ٽڪي راند ۾ ڪم ايندڙ سارين وانگر هڪ ٻئي کان مختلف هونديون آهن. هن راند لاءِ پڙ ٺاهڻ وقت چورس شڪل



ٺاهبي آهي، پر ان جو هڪڙو پاسو کليل ڇڏبو آهي. پوءِ اُريبون پاڻ ۾ ملائبيون آهن. اهڙيءَ طرح شڪل ۾ پنج ٽٻڪا اهڙا ٿي پوندا آهن، جيڪي ليڪن ملائڻ سان ٺهيل هوندا آهن. جڏهن رانديگر راند شروع ڪرڻ کان اڳ ساريون انهن ٽٻڪن تي رکندا آهن، تڏهن باقي وچي هڪڙو ٽٻڪو خالي رهندو آهي، جنهن تي ساريون هلائي سگهبيون آهن. راند چالو ڪرڻ کان پوءِ هر هڪ رانديگر جي ڪوشش هوندي آهي تہ سارين کي اهڙيءَ طرح هلائجي، جو ٻئي رانديگر جون ساريون بند ٿي وڃن. راند هلندي هلندي جيڪڏهن ڪنهن رانديگر جون ساريون بند ٿي ويون تہ ان راند هارائي. هيءَ راند نهايت سولي، اڪلاءَ واري ۽ دلچسپ آهي. هن جي ذريعي سوچ ويچار جو مادو پيدا ٿئي ٿو ۽ ذهن کي تربيت ملي ٿي.

**ڀڪندڙ ٻول** (ڪتاب): هي ڪتاب اقوال زرين جي انسائيڪلو پيڊيا آهي، جنهن کي نبي بخش منگيءَ سهيڙيو آهي، هن ڪتاب ۾ نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم، اصحاب ڪرام، عالم ۽ دانشور، علم ۽ تعليم، انسان، زندگي، ڪردار ۽ دشمني، عقل، دنيا، سياست، ماءُ، اولاد، عورت، ڪوڙ ۽ ٻين ڪيترن اهم موضوعن تي دنيا جي عظيم مفڪرن ۽ ڏاهن جا قول شامل آهن. نبي بخش منگيءَ اقوال زرين جي موضوعن جي انتخاب ۾ نهايت نفاست ۽ عرق ريزيءَ کان ڪم ورتو آهي، تيئن انهن موضوعن تي عالمي ڏاهپ جي قولن ۽ چوٽين جي شاهڪار انتخاب ۾ بہ پاڻ موکيو آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 2005ع ۾ سنڌيڪا اڪيڊميءَ ڪراچي پاران شايع ڪيو ويو. پڪي جلد سان 272 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 100 روپيا آهي.




**ٻيڙيءَ وارو سنت**: ٻيڙيءَ واري سنت جو اصل نالو شري نرتم هو. هن جو جنم 1865ع ڌاري پنجاب جي ڳوٺ هريپور ۾ سارسوت برهمڻ شري سڪوپا جي گهر ۾ ٿيو. هن هوش سنڀالڻ بعد حيدرآباد جي گرو مندر ۾ رهائش اختيار ڪيائين. هيءُ بزرگ صفت انسان هو. شروع ۾ ڪراچي ۾ ڪجهہ وقت رهيو، پر پوءِ گرومندر حيدرآباد ۾ اچي ديرو ڄمايائين. سري نروتم اڃا ائن ورهين جو مس هو تہ سندس والد وفات ڪري ويو. ۽ پوءِ سندس ماءُ امر ديويءَ کيس پالي وڏو ڪيو. هن کي ننڍپڻ کان ئي ڳائڻ جي ڄڻ تہ ڏات مليل هئي. هن پنڊت رام بابا وٽان سنسڪرت سکي. شاسترن جو اڀياس ڪرڻ سان گڏ ملتان جي جوتشي فتحچند کان جوتش وديا جو گيان ورتائين. هيءُ باباڪانداس نالي بزرگ کان راڳ پڻ سکيو. سندس والده هن جو وهانءُ ڪرائڻ چاهيو تہ ٻنهہ جواب ڏنائين. هي اڪثر جهنگن ۾ وڃي تياڳ واري صورت ۾ رهندو هو. گروبندر تي ڏيرو اڏڻ بعد پريمي سندس درشن ڪرڻ ۽ من جون مرادون ماڻڻ لاءِ هن جي حاضري ڀري ڪائنس

دعائون ونندا هئا. جنهن تي اڪثر ڪري هيءُ مڙني پريمين کي سادگيءَ واري زندگي گذارڻ، روحانيت ڏانهن مائل ٿيڻ جو درس ڏيندو هو. هيءُ سائلن جي پئسي پائيءَ ۾ به مدد ڪندو هو. ڪيس گيان ڪندڙ، ودوان، نماڻو دياوان، سنت سمجهيو ويندو. هن مئي 1963ع تي وفات ڪئي.

**ٻي عالمي جنگ:** انساني تاريخ جي سڀ کان وڏي، طويل ۽ خونريز ۽ تباهه ڪن لڙائي ٻي عالمي جنگ هئي، جيڪا پهرين سيپٽمبر 1939ع تي پولينڊ تي جرمنيءَ جي حملي سان شروع ٿي ۽ 2 سيپٽمبر 1945ع تي وڃي ختم ٿي، جڏهن آخري محوري طاقت جپان سرڪاري طرح پنهنجي شڪست تسليم ڪئي. ٻي عالمي جنگ هوندي به جپان جي چين ۾ مداخلت سان پهرين سيپٽمبر 1939ع کان اڳئي شروع ٿي چڪي هئي، سا جرمني جي غير مشروط طور هٿيارن ڦٽا ڪرڻ سان يورپ ۾ 8 مئي 1945ع تي ختم ٿي هئي. هيءَ جنگ جزوي طرح 1930ع ۽ 1940ع جي ڏهاڪن ۾ ايشيا ۾ جاري هئي. ان کان سواءِ هيءَ جنگ آفريقا جي ڪن حصن ۽ آمريڪا جي پروارن ملڪن ۾ به وڙهي پئي وئي. بعد ۾ هن جنگ دوران مختلف سمنڊن ۾ وڏين طاقتن جي بحري فوجن، جهازن ۽ آبدوزن سان تمام وڏيون ۽ خطرناڪ لڙايون ٿيون هيون. هيءَ انساني تاريخ جي وڏي ۾ وڏي لڙائي هئي، جنهن ۾ دنيا جا ذري گهٽ سڀئي ملڪ سڌي ۽ اڻ سڌي طرح شامل ٿي چڪا هئا، جنهن ۾ پراڻن آزمايل هٿيارن سان گڏ نوان خطرناڪ هٿيار به استعمال ٿيا ۽ آخر ۾ ته ايٽم بم به استعمال ٿيو، جيڪو آمريڪا جپان جي ٻن شهرن هيروشيما ۽ ناگاساڪيءَ تي ڪيرايو هو. ٻي عالمي جنگ جا بنياد پهرين عالمي جنگ (ڏسو: پهرين عالمي جنگ) جي خاتمي سان ئي پئجي چڪا هئا. اهو هن طرح ته پهرين عالمي



جنگ (1914ع کان 1918ع) جي فاتح اتحادي طاقتن، شڪست کاڌل جرمنيءَ کان جيڪو صلح نامو ”ٽريٽي آف ورسائيليز“ (Treaty of Versailles) زرو زبردستيءَ سان صحيح ڪرايو هو، تنهن ۾ جرمنيءَ کي نهايت ذلت وارا شرط قبول ڪرڻا پيا هئا. مثال طور، اتحادين جرمنيءَ جي ڪن خاص علائقن تي، جتي جرمنيءَ جا فولاد جا ڪارخانا ۽ هٿيارن ٺاهڻ جون فيڪٽريون هيون، قبضو ڪري پنهنجون فوجون ويهاري ڇڏيون. جرمنيءَ تي پنهنجي اندروني انتظام کان وڌيڪ فوج رکڻ تي بندش وجهي ڇڏي ۽ اتحادي طاقتن هٿيار ٺاهڻ تي به پابندي لڳائي ڇڏي ۽ خاص طور فرانس کي، جنهن تي جرمنيءَ جي حملي سان پهرين عالمي جنگ وڏي پيماني تي شروع ٿي هئي ۽ جنهن ۾ فرانس کي وڏو جاني ۽ مالي نقصان پهتو هو. ان کي War Reparations يعني جنگي نقصانن جو معاوضو پري ڏيڻ به اتحادين جرمنيءَ کان قبول ڪرايو هو. پهرين عالمي جنگ ۾ جرمنيءَ جي شڪست سبب جرمنيءَ جي پراڻي بادشاهت کي ختم ڪري، ان جي جاءِ تي جمهوري نظام رائج ڪيو ويو ۽ جرمنيءَ کي ڊيموڪريٽڪ ريپبلڪ يعني عوامي جمهوريه قرار ڏنو ويو. جيڪا شروعاتي ڪاميابي ڪانپوءِ ناٽي واڌ، مهانگائيءَ، بيروزگاري ۽ اقتصادي مسئلن ۾ جرمنيءَ جي سنڌس مخالف طاقتن هٿان قومي ڦرلٽ سبب سخت ڪمزور پئجي ويئي. ملڪ ۾ مختلف شدت پسند سياسي تحريڪون ۽ سياسي جماعتون پيدا ٿي پيون جن مان هڪڙي ڪميونسٽ



پارٽي هئي ۽ ٻي هئي ايڊولف هٽلر جي نازي پارٽي. هٽلر ۽ ان جي نازي پارٽيءَ جرمنيءَ جي ٻي عالمي جنگ ۾ شڪست ڪانپوءِ جي ذلت جو الزام هڪڙو اتحادي طاقتن طرفان جرمنيءَ کان زوري مڃايل ورسائيليز معاهدي ۽ ٻيو يهودين تي لڳايو. هٽلر جي نظر ۾ (الف) يهودين جو جرمنيءَ تي ايترو ته مضبوط اقتصادي ۽ مالي تسلط هو، جو جرمني پنهنجي دفاع جو پورو انتظام نه ڪري سگهي ۽ (ب) يهودي اندران جرمنيءَ سان ڪوڙا ۽ اتحادين سان سچا هئا.

**يورپ ۾ جنگ جي شروعات:** جرمني ۽ روس هڪٻئي جا جاني دشمن هئا. پر ڪن فوجي ۽ سياسي مصلحتن جي ڪري انهن في الحال پاڻ ۾ هڪٻئي خلاف جارحيت نه ڪرڻ جي معاهدي تي صحيحون ڪيون ۽ انهن معاهدي جي هڪ ڳجهي راز مطابق پولينڊ، بالٽڪ سمنڊ جي پروارا ملڪ ۽ فن لينڊ کي پاڻ ۾ اڌو اڌ ڪري ورهائي کڻڻ جو به فيصلو ڪيو هو. پهرين سيپٽمبر 1939ع تي ان وقت يورپ ۾ باقاعدي وڏي جنگ شروع ٿي ويئي، جڏهن جرمنيءَ پولينڊ تي حملو ڪري ڏنو، جنهن جي حفاظت لاءِ انگلنڊ ۽ فرانس ٻنهي لڪت ۾ اڳئي خاطريون ڪرايون هيون. ٻئي پاسي کان روس به پولينڊ تي حملو ڪري ڏنو. ٻنهي حملي آورن پولينڊ اڌو اڌ ورهائي ڪنيو. پولينڊ جي فوجن شڪست کاڌي، پر ڪجهه فوجي آخر تائين اتحادين پاران قابض فوجن خلاف وڙهندا رهيا. جرمنيءَ فرانس تي فوج چاڙهي، پر ٻنهي ملڪن جون فوجون 10 مئي 1940ع تائين هڪٻئي تي صرف فائرنگ ڪنديون رهيون.

**جرمني ۽ روس جي خوفناڪ لڙائي:** ٻي عالمي جنگ جو فيصلو جرمني ۽ روس جي شديد، طويل ۽ خونريز جنگ جي نتيجي ۾ وڃي ٿيو. هٽلر روس سان جنگ ۾ شڪست ڪانپوءِ هر محاذ تي پوئتي پوندو ويو. تان جو دشمن جرمنيءَ کي چئن ئي طرفن کان گهيري ويا. هٽلر جي Minister for Armament يعني (هٿيارن واري وزير) البرٽ اسپيئر پنهنجين يادداشتن ۾

لکيو آهي تہ، ”ڪابينا جي جنهن اجلاس ۾ هٽلر روس تي حملي جو پلان (Operation Barbarossa) ”آپريشن باربروسا“ جي منظوري ڏني، ان وقت هو فرانس کي ڏيڍ مهيني جي مختصر جنگ ۾ اڳئي شڪست ڏئي چڪو هو ۽ ڪلندي ڪيس چيو هئائين تہ:

“As Compared to war with France the “Operation Barbarosa” will be a child’s play”.

يعني ”فرانس سان ٿيل جنگ جي نسبت آپريشن باربروسا تہ اسان لاءِ هڪ ٻارن جي راند ثابت ٿيندي.“ پر ائين ٿيو ڪونہ. روس تي حملي هٽلر کي ائين تباهہ ڪري ڇڏيو جيئن ڏيڍ سؤ سال اڳ ۾ نيپولين جي لکين سپاهين جي زبردست فرينچ فوج کي روس ۾ تباهہ ڪيو ويو هو. نيپولين



پنهنجي چند هزار جان نثار سپاهين سان وڏي مشڪل سان پنهنجي جان بچائي واپس فرانس پهچي سگهيو هو جيتوڻيڪ هن ماسڪو شهر تي بہ قبضو ڪري سڄي شهر کي ساڙائي ڇڏيو هو ۽ هٽلر جي فوج تي ماسڪو کان 35 ميل پري رهجي وئي هئي. برطانيہ جي فيلڊ مارشل منٽگومري تہ چيو هو تہ: ”جنگ جي وڏن اصولن ۾ هاڻي هن اصول جو بہ اضافو ٿيڻ کپي تہ:(Never march on Moscow) يعني ”ماسڪو تي ڪڏهن بہ حملو نہ ڪجو.“ فاتح روسي فوج ۽ برلن تي روسي حملي جي اڳواڻي ڪندڙ جنرل زوخوف جرمنيءَ جي شڪست ۽ روس جي فتح جو وڏو سبب اهو ٻڌايو هو تہ، ”هٽلر پنهنجي طاقت جو حقيقت کان وڌيڪ ۽ اسان جي طاقت جو حقيقت کان گهٽ اندازو لڳايو هو.“ ساڳيو جرمن وزير جنگ البرٽ اسپيئر پنهنجين يادگيرن ۾ اهو بہ لکي ٿو تہ، ”بعد ۾ روس هٿان جرمنيءَ جي شڪست تي تبصرو ڪندي هٽلر وڏي اداسيءَ سان ڪيس چيو هو تہ:

“Future belongs to our powerful neighbour as Germans have proved themselves weaker people.”

يعني ”مستقبل اسان جي طاقتور پاڙيسري (روس) جو آهي، ڇاڪاڻ جو جرمن قوم پاڻ کي (روسين جي ڀيٽ ۾) ڪمزور ثابت ڪيو آهي.“

روس تي حملو ڪندڙن لاءِ وڏي ۾ وڏي مسئلو هميشہ لاءِ پنهنجين فوجن کي هٿيار، بارود، ڪاڏي، تيل ۽ ضروري شين جي سپلاءِ جو رهيو آهي ۽ ٻيو وڏي ۾ وڏي مسئلو روس جي خوفناڪ سردي هئي، جنهن ۾ روسين کان سواءِ ٻيا ٻاهران حملي آور نہ ٽڪي وڙهي سگهيا. روسين ۽ سردي ٻنهي سان وڙهڻ مشڪل هو. جرمنيءَ سان بہ ائين ٿيو. جرمنيءَ جو پلان هو تہ ايندڙ سردين کان اڳ ۾ روسين کي شڪست ڏني ويندي. ائين ٿيو ڪونہ

روسي پويان هٽندا ۽ ملڪ خالي ڪندا ويا ۽ پويان فصل ۽ ٻيون ضرورت جون شيون بہ برباد ڪندا ويا. اهڙيءَ طرح جرمنيءَ کي ڏوبدو وڙهڻ جو موقعو ئي ڪونہ مليو جو روسي فوجن کي ختم ڪري سگهي. ان ڪانپوءِ جرمن فوجون پيشقدمي ڪندي 5 ڊسمبر 1941ع تي ماسڪو کان 35 ميل پري پهچي بيهي رهيون. جو انهن جي سپلاءِ لائين ان کان وڌيڪ سلامت ڪانہ هئي ۽ روسي گوريلا فوجون هر هنڌ انهن تي حملا ڪري رهيون هيون. جرمن تہ ايتري روسي علائقي تي قبضو ڪري چڪو هو جو روسي اهو 1944ع تائين جرمن فوجن کان مس خالي ڪرائي سگهيا هئا.

هٽلر جي فوجين لينن گراڊ شهر (موجوده نالو پيٽرزبرگ) کي گهيري ۾ آڻي ڇڏيو ۽ هٽلر حڪم ڪيو تہ، ”هن شهر کي صفحہ هستي تان مٽايو وڃي ۽ ان جي سڀني شهرين کي ماريو وڃي.“ هٽلر روسين کي ” Subhuman Race“ يعني انساني سطح کان گهٽ نسلن جا ماڻهو قرار ڏيندو هو جن کي ماري تباهہ ڪري ڇڏڻ ڪوڌو ڪونہ هو. هو جرمن قوم کي ئي انسان ذات جي اعليٰ قوم تصور ڪندو هو. هن جي خيال ۾ جنهن کي ئي دنيا تي حڪومت ڪرڻ جو حق حاصل هو. هٽلر لينن گراڊ شهر کي گهيرو ڪري ويهي رهڻ جو حڪم ڏنو، جيئن هن شهر جي باشندن کي اجيو ۽ بکيو ماري ختم ڪري ڇڏجي. ساڳئي وقت بمبار جهازن ۽ توپن جي گولي باري بہ شهرين تي جاري رهي. هن شهر جي گهيري جي نتيجي ۾ انهن جا ڏهہ لک ماڻهو مري ويا. اهو گهيرو 900 ڏينهن جاري رهيو.

1941-42ع جو سيارو ڪاٽڻ بعد جرمن فوج ماسڪو تي حملي جو پروگرام بدلائي استالن گراڊ شهر (موجوده نالو وولگو گراڊ) تي حملو ڪيو ۽ ان تي قبضو ڪيو. جنهن کان پوءِ استالن گراڊ جي گهٽين ۾ جنگ شروع ٿي ويئي. هيءَ جنگ ايتري تہ شديد ٿي وئي، جو شهر جي چوڌاري موجود سڄي جرمن فوج کي شهر ۾ وڙهڻ لاءِ موڪليو ويو ۽ جرمنيءَ جي مددگارن رومانيہ ۽ هنگريءَ جي فوجين کي شهر جي ٻاهران حفاظت لاءِ مقرر ڪيو ويو. روسين چا ڪيو جو هن شهر تي جوابي حملو ڪري هنگري ۽ رومانيہ جي ڪمزور فوجين کي ختم ڪري ڇڏيو ۽ شهر ۾ موجود جرمن فوج کي پنهنجي گهيري ۾ آڻي ڇڏيو. جرمن فوج جي ڇهين ۽ ستين ڊويزن جا لکين فوجي بنا مدد بنا سپلاءِ، بنا ڪاڏي ۽ بنا بارود جي شديد مصيبت ۾ اچي ويا. 1943ع جي شروعات ۾ باقي بچيل جرمن فوج شڪست قبول ڪندي هٿيار ڦٽا ڪيا ۽ تيستائين شديد ترين خوني جنگ ۾ جرمني ۽ روس جا ڪل 20 لک ماڻهو مارجي ويا. جن مان 5 لک شهري ۽ باقي ٻنهي ملڪن جا سپاهي هئا.

هٽلر ضد ۾ اچي آخر تائين جرمن سپاهين کي جنگ جاري رکڻ لاءِ چيو، پر جرمن فوج جي سپہ سالار مجبور ٿي هٿيار ڦٽا ڪيا، جيتوڻيڪ هن کي ائين ڪرڻ کان روڪڻ لاءِ هٽلر هن کي جنرل مان فيلڊ مارشل عهدي تي ترقي ڏئي ڇڏي، جو اوستائين ڪنهن بہ جرمن فيلڊ مارشل ڪنهن دشمن اڳيان هٿيار نہ ڦٽا ڪيا هئا. هن جنگ ڪانپوءِ جرمنيءَ جي فوج جو زور ٽٽي پيو ۽ روسي فوجن اڳتي وڌڻ شروع ڪيو تان جو اهي وڃي مئي 1945ع ۾ خود جرمنيءَ اندر برلن جي شهر تي پهتيون. ان کان اڳ 1945ع جي بهار ۾ جرمنيءَ ڪرسڪ جي هنڌ وٽ روسي فوجن تي تاريخ جو وڏي ۾ وڏو ٽينڪن وارو حملو ڪيو ۽ اتي دنيا جي ٽينڪن جي وڏي ۾ وڏي لڙائي ٿي. هزارين ٽينڪن ۽ لکين فوجن، ٻنهي پاسن کان جنگ ۾ حصو ورتو جنهن ۾ بہ آخرڪار جرمنيءَ کي شڪست ۽ روس جي فتح ٿي. هن جنگ ۾ ٻنهي پاسي وڏو جاني ۽ مالي نقصان ٿيو.

# ضميمو (2) پهرئين جلد ۾ ڪي خاص درستيون ۽ واڌارا

| ص | ڪالم | سٽ | عنوان | داخلا جي سَهوَ | درستي/ اضافي معلومات |
|---|---|---|---|---|---|
| 36 | 2 | 13 | آخوند عبدالقادر بيدل | لطف الله قادري | ميان علي محمد قادري |
| 36 | 2 | 18 | آخوند عزيزالله ميمڻ | جنم 22 شوال 1160هه/ 14 جون 1746ع | 16 آڪٽوبر 1747ع |
| 36 | 2 | 27 | آخوند عزيزالله ميمڻ | وفات 13 رمضان المبارڪ 1240هه/ 7 سيپٽمبر 1872ع | 3 مئي 1825ع |
| 40 | 2 | 20 | آدم خان مري | 1211هه/1766ع ۾ وفات | 1211هه/1796ع ۾ وفات |
| 63 | 2 | 39 | آصف منياڻوي | --- | هن 5 نومبر 2009ع تي وفات ڪئي |
| 78 | 01 | 14 | آگرو، غلام رباني (ص 77 کان هلندڙ) | --- | هو حيدرآباد ريجنل آفيس جو محتسب رهيو ۽ 18 جنوري 2010ع تي دل بيهڻ سبب وفات ڪيائين. |
| 117 | 01 | 02 | ابوالحسن ڏاهري | نواب شاهه (هاڻي ضلعي نوشهروفيروز) | ضلعي نواب شاهه (هاڻي بينظير آباد) |
| 184 | 1 | 17 | استاد نياز حسين (ص 183 کان هلندڙ) | 7 فيبروري 19 92ع تي وفات ڪئي. | 7 فيبروري 1992ع تي وفات ڪئي. |
| 208 | 01 | 30 | اشراق | سج اڀرڻ کان اڳ | سج اڀرڻ کان پوءِ |
| 284 | 01 | 26 | انارڪلي | جهانگير بادشاهه ديوار ۾ چڻايو هو | اڪبر بادشاهه ديوار ۾ چڻايو هو |
| 315 | 2 | 21 | انور علي شاهه، ڊاڪٽر | نوشهري فيروز ۾ جائو | ڳوٺ اڀريي شاهه، تعلقي موري، ضلعي نوشهري فيروز ۾ جائو |
| 346 | 1 | 3-4 | اي. ڊي. خواجه | ڪيڊٽ ڪاليج، پشاور | ڪيڊٽ ڪاليج، پيٽارو |
| 359 | 2 | 33 | ايم. ڪَمل | --- | ايم. ڪمل 3 فيبروري 2010ع تي الهاس نگر ۾ لاڏاڻو ڪيو |
| 446 | 2 | | بشير سيتائي | بشير سيتائي ۽ جو اصل نالو بخشل پٽي ولد آخوند محمد عرس پٽي آهي. | بشير سيتائي ۽ جو اصل نالو بخشل پٽي ولد آخوند محمد موسىٰ پٽي آهي. |
| 574 | 01 | 14 | سيف ٻنوي (ص 573 کان هلندڙ) | --- | هن 5 جنوري 2010ع تي اباڻي ڳوٺ ٻني ۾ وفات ڪئي |

# ڪتابيات (Bibliography)

**سنڌي ڪتاب:**


1. آخوند، عبدالرحيم وفا ، "هَر ڳنيو"، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو،حيدرآباد، 1993ع.
2. آڏواڻي، ڀيرومل مهرچند، "سنڌ جي هندن جي تاريخ"(ڀاڱو پهريون ۽ ٻيو)، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، 2006ع.
3. آڏواڻي، ڀيرومل مهرچند، "سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ"، سنڌي ادبي بورڊ جامشورو، 1972ع.
4. آڏواڻي، ڀيرومل مهرچند، "قديم سنڌ"، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2007ع.
5. آڏواڻي، ڪلياڻ، "شاهه جو رسالو"، (معنيٰ سان)، روشني پبليڪشن، ڪنڊيارو، 2009ع.
6. آزاد، ابوالڪلام / ڦلپوٽو محمد رمضان، "سيرت رسول صلي الله عليه وسلم عملي پهلو"، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2002ع.
7. آزاد، ابوالڪلام / ميمڻ، جاويد، "اسان جي آزادي"، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2003ع.
8. آزاد، ابوالڪلام / ميمڻ، جاويد، "انسانيت موت جي دروازي تي"، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2004ع.
9. آشا ديال، ڊاڪٽر، "سنڌ جا سنت"، شوپا پبليڪيشن وشنداس آسراڻي، الهاس نگر 1982ع.
10. آغا، سليم، "شيخ اياز صدين جي صدا"، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو 2005ع.
11. آگرو غلام رباني، "جهڙا گل گلاب جا"( ٻه ڀاڱا)، سنڌي ادبي بورڊ جامشورو، 2007ع.
12. آنند ڪيماڻي، "بدلجندڙ دؤر ۽ تنقيد"، سنڌي اڪيڊمي دهلي، جون 2000ع.
13. ابڙو بدر، "تنقيد نگاري ارتقائي جائزو" سنڌي ادبي سنگت، ڪراچي، 1985ع.
14. ابڙو بدر، "سنڌ جي جهنگلي جيوت" سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2009ع.
15. ابڙو بدر، "ماٺهو"، نيو فيلڊس پبليڪيشن، حيدرآباد، 1998ع.
16. ابڙو بدر، "هنگلاج ۽ لاهوت"، سنگم پبليڪيشن، ڪراچي، 2000ع.
17. ابڙو محمد اسحاق، پروفيسر "الڪريم"، مير غلام علي خان گورنمينٽ ڪاليج ٽنڊو محمد خان.
18. اتم، اي، جي، "ادب ۽ تنقيد"، نئين دنيا پبلشرز ممبئي،2003ع
19. اتم، اي، جي، "نيڪ نيتي ۽ دوستيءَ جو ايلچي"، نئين دنيا پبليڪيشن، نومبر 1981ع.
20. اجواڻي، لال سنگهه، "سنڌي ادب جي تاريخ"، سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد، 2007ع.
21. اڄڻ بدرالدين، ڊاڪٽر، "سنڌي ادب ۾ تنقيدنگاري"، سنڌ ريڊرس فورم حيدرآباد، جولائي 1999ع.
22. ارجن شاد، پروفيسر "سنڌي غزل"، (ٻيون ڇاپو)، خليل پبليڪيشن سکر1992ع.
23. الانا، غلام علي، ڊاڪٽر، "ڇپيل سنڌي ڪتابن جي ببليو گرافي"(1947ع کان 1973ع تائين)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو.
24. الانا، غلام علي، ڊاڪٽر، "سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس"(ڇاپو ٻيو)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 2005ع.
25. الانا، غلام علي، ڊاڪٽر، "سنڌي ٻوليءَ جي ارتقا"، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2006ع.
26. الانا، غلام علي، ڊاڪٽر، "سنڌي ليکڪن جي ڊائريڪٽري"، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 1974ع.
27. الانا، غلام علي، ڊاڪٽر، "سنڌي نثر جي تاريخ"، سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد، 1999ع.
28. الانا، غلام علي ڊاڪٽر، "لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ"(پي. ايڇ. ڊي ٿيسز)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 1977ع.
29. امداد حسيني ۽ سحر امداد، "سنڌ جي ديني ادب جو ڪئٽالاگ"، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو. 1971ع.
30. انڙ عبدالوحيد، ڊاڪٽر، "سکر ڊسٽي"، سکر هسٽاريڪل سوسائٽي، مئي 2001ع.
31. انڙ، رسول بخش، ايڊوڪيٽ، "1973ع جو آئين ۽ پاڪستان جي مختصر آئيني تاريخ"، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، 2006ع.
32. انصاري، اسحاق، "پرين هن پار"، انيس انصاري اڪيڊمي لاڙڪاڻو 2008ع.
33. انصاري، اشتياق، "اوڏ مٽيءَ جا ڪوڏ"، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2004ع.
34. انصاري، اشتياق، "ڌرتي ماتا"، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2001ع.
35. انصاري، اشتياق، "سنڌ جا ڪوٽ ۽ قلعا"، سنڌيڪا اڪيڊمي، 2003ع.
36. انصاري، اشتياق "گورک"، ڪويتا پبليڪيشن حيدرآباد، 2009ع.
37. اوٺو مانيٽو، "ڇپيل سنڌي ڪتابن جي ببليو گرافي"، (1973ع کان 1979ع)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 1981ع.

38. ائٽيڪن اِي.ايڇ. / حسين بادشاهه. ”سنڌ گزيٽيئر“، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو. 2006ع.
39. اي. ايل. هاشم / همسفر گاڏهي ، ”هندستاني تهذيب جي ڪٿا“، سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي، 2004ع.
40. ايسراڻي، نانڪرام، ڊاڪٽر، ”سنڌي سنڌ ۾، هند ۾، سنسار ۾“ ”هندو يومي پرڪاش نواس، اجمير 2000ع.
41. بخاري، سيد حاڪم علي شاهه ۽ محمد عثمان ميمڻ، ”بلوچستان جا قديم آثار“، (قلمي صورت)، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي.
42. بخاري، سيد حاڪم علي شاهه ۽ محمد عثمان ميمڻ، ”سنڌ جا قديم آثار“ (ڀاڱو ٻيو) (قلمي صورت)، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي.
43. بخاري، سيد حاڪم علي شاهه ۽ محمد عثمان ميمڻ، ”سنڌ جي قديم آثارن جي ڊائريڪٽري“، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2008ع.
44. بخاري، سيد حاڪم علي شاهه ۽ محمد عثمان ميمڻ، ”سنگيت سنسار“،(فرهنگِ موسيقي)، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2008ع.
45. برنس، جيمس/ صديقي محمد حنيف، ”سنڌ جي دربار“، سنڌي ادبي بورڊ جامشورو 1971ع.
46. بروهي، داد محمد خادم، ڊاڪٽر ”مٺڙا مارو“، ڪيرٿر پبليڪيشن جيڪب آباد، 2002ع.
47. بروهي، علي احمد، ”سڏن مٺي سڏڙا“، سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد، 1996ع.
48. بروهي، علي احمد، ”وتائي جا رنگ هزار“، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2004ع.
49. بکري، معصوم / مخدوم، امير احمد، ”تاريخ معصومي“، سنڌي ادبي بورڊ، جامشورو 2006ع.
50. بگٽي، قربان علي، ”سيڻ مٺائن سون تي“،فڪرو نظر پبليڪيشن، سکر 1981ع.
51. بلوچ، صحبت علي، ”سيتا جا سدا بهار ماڻهو“ ، سرڇهار پبليڪيشن، شاهه آباد، محلو دادو، 2004ع.
52. بلوچ، گل شير، ”ڊاڪٽر غلام علي الانا جا چونڊ مضمون ۽ مقالا“، گلشن پبليڪيشن، حيدرآباد، 1993ع.
53. بلوچ، گل شير(مرتب)، ”ڪوٽڙي ڪبير جو مختصر تاريخي جائزو“، گلشن پبليڪيشن، حيدرآباد، 1990ع.
54. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”اسان جو ڳوٺ“ ، علي محمد خان بلوچ ،ڳوٺ جعفر خان لغاري، تعلقو سنجهورو ضلع سانگهڙ ، 1998ع.
55. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”ٻيلاين جا ٻول“، سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد، 2008ع.
56. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”جنگناما“، سنڌي ادبي بورڊ، جامشورو، 2007ع.
57. بلوچ، نبي بخش خان، ”روشني“، (شاهه جي ڪلام جي لغت)، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد 2002ع.
58. بلوچ، نبي بخش خان ڊاڪٽر، ”رهاڻ هيرن ڪاڻ“ (جلد ٽيون)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، جامشورو، 2007ع.
59. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”سچڻ سارينڌي“ (ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جا لکيل خط)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، جامشورو، 2005ع.
60. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”سنڌ جي مڃي“ (مڻي جي مڃي)، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 1993ع.
61. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”سنڌ جي مڃي“ (ڪاري جي مڃيءَ جو مطالعو)، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو حيدرآباد، 1995ع.
62. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”سنڌي ٻوليءَ جو آڳاٽو منظوم ذخيرو“، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو حيدرآباد، 1993ع.
63. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”سنڌي موسيقي جي مختصر تاريخ“، شاهه عبداللطيف ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاهه، حيدرآباد، 2003ع.
64. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”سومرن جو دور“، سنڌي ادبي بورڊ، جامشورو 2006ع.
65. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”شاهه جو رسالو“ (جلد پهريون)، شاهه عبداللطيف ثقافتي مرڪز ڪاميٽي، ڀٽ شاهه، 1999ع.
66. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، مرتب، (مصنف مير علي شير قانع ٺٽوي)، ”تحفة الڪرام“، سنڌي ادبي بورڊ جامشورو، 2004ع.
67. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”لوڪ گيت“، سنڌي ادبي بورڊ جامشورو سنڌ 2006ع.
68. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”ٺئين جامع سنڌي لغات“، جلد پهريون (ا-ج)، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو، حيدرآباد، 2004ع.
69. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”ٺئين جامع سنڌي لغات“، جلد ٻيو (چ-ڪ)، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو، حيدرآباد،2005ع.
70. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”ٺئين جامع سنڌي لغات“، جلد ٽيون (ڪ-ي)، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو، حيدرآباد،2007ع.
71. بلو مومن، ”چارلس نيپيئر ڪان محمد ميان سومري تائين“، پاڪستان هيريٽيج پريزرويشن اينڊ پروموشن سوسائٽي (PHPPS) ، حيدرآباد، 2003ع.
72. ٻاٻاڻي، ڪيرت، ”چونڊ سنڌي مضمون“، ساهتيه اڪيڊمي دهلي، 1996ع.
73. ٻاٻاڻي، ڪيرت، ”ڪجهه ٻڌايم، ڪجهه لڪايم“ (4 ڀاڱا)، سنڌي ٽائيمس پبليڪيشن، الهاس نگر، 1997ع.
74. ڀٽ، الهه رکيو ”سماٽ“، گلشن پبليڪيشن، حيدرآباد، 1984ع.
75. ڀُٽ، الهه رکيو ۽ سليم ڀٽو لطيفي، ”هٽ جا هنر“، شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر ڪراچي يونيورسٽي، ڪراچي، 2008ع.
76. ٻرڙو ڀائو در محمد، ”ساٿ هلندو رهي“، ڪنور پبليڪيشن قنبر سيپٽمبر 2009ع.
77. ٻرڙو خير محمد سيوهاڻي، ”ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا“، مراد پبليڪيشنز سيوهڻ، 2005ع.
78. ٻرڙو خير محمد سيوهاڻي، ”سيوهڻ صدين ڪان“، مراد پبليڪيشنز سيوهڻ شريف، 2009ع.
79. ٻرڙو، رياضت، ”قنبر: هڪ اڀياس“، ڊاڪٽر محبت اڪيڊمي، قنبر 2006ع.

80. ٻرڙو، ڪوثر، ”فن ۽ فنڪار“، ثقافت کاتو حڪومت سنڌ، ڪراچي، 2007ع.

81. ٻگهيو، عزيزالرحمان، ڊاڪٽر، ”سنڌي صحافت جي ارتقا ۽ تاريخ“، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 1988ع.

82. ٻوهيو، الهداد، ڊاڪٽر، ”ادب جا فڪري محرڪ“، سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت، حيدرآباد، 1984ع.

83. ڀٽو، نور محمد، ”ڀٽو خاندان“ (ڀاڱو ٻيو)، سچ پبليڪيشن حيدرآباد، فيبروري، 2009ع.

84. ڀٽي، الاهي بخش. ايم ۽ محمد مٺل جسڪاڻي، ”جديد زرعي رهنما، زراعت کاتو، حڪومت سنڌ، 1996ع.

85. ڀٽي، رشيد، ”تصوف اور ڪلاسيڪي سنڌي شاعري“، سنڌي ادبي سنگت، جنوري2010ع.

86. ڀٽي، رشيد، ”جيءَ جياريو جن“، محموديه پرنٽنگ پريس جاگيراڻي، پاڙو، سکر، 1990ع.

87. ڀٽي، عبدالستار، ”لاڙڪاڻو : امر شخصيتون“، لاڙڪاڻو ريسرچ اڪيڊمي، لاڙڪاڻو، 2000ع.

88. ڀٽي، عبدالستار، ”لاڙڪاڻو ليڊرن جي ڌرتي“، لاڙڪاڻو ريسرچ اڪيڊمي، لاڙڪاڻو، جنوري 1998ع.

89. ڀٽي، محمد عثمان، ”ملهه ۽ ملاکڙا“، ”نيشنل بڪ فائونڊيشن، پريس ٽرسٽ هائوس، چندريگر روڊ، نومبر 1985ع.

90. ڀٽو، نور محمد، ”سنڌ جا تعليمي ماهر“ (ڀاڱو پنجون)، سچ پبليڪيشن حيدرآباد، جون 2009ع.

91. ڀڳت ڪبير/ امان شيخ، ”ڪبير جون صوفياڻيون سرمستيون“، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 1998ع.

92. ڀنيرو، عطا محمد، ”سنڌوءَ ڪناري وساريل شهر“، سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي، 2005ع.

93. ڀيو، فقير سردار، ”پاڳارا آئينو“، جلد پهريون، روضي ڌڻي پبليڪيشن ڇور، عمر ڪوٽ، 2004ع.

94. تاج صحرائي، ”سنڌو تهذيب“، ڪيرٽر پبليشرز، دادو، 1989ع.

95. تميمي، رسول بخش، ”ٺٽو صدين کان“، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، 2003ع.

96. تنيو، شمس الدين، ڊاڪٽر، ”سنڌ جا فصل، جديد پوک ۽ پيداوار“، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، 2008ع.

97. تنيو، شمس الدين، ڊاڪٽر، ”فصل ۽ گندگاهه“، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، 2004ع.

98. تنيو، شمس الدين، ڊاڪٽر، ”ٻج ٻج (پيداوار ۽ چڪاس)“، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، 2005ع.

99. تولارام عاجز، ”عاجز جا آلاپ“، نوجيون ساهتيه منڊل، اجمير، 1960ع.

100. ٽالپر، محمد جمن، ”سنڌ جا اسلامي درسگاهه“، سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد، 2007ع.

101. ٽي، والٽروالبينڪ، آرنلڊ شريئر، ڊوناماير، گوٽيريز سمٿ/ محمد بخش سومرو، ”قومن جي عالمي تاريخ“، ڇاپو ٻيو، سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي، 2005ع.

102. ٺارواڻي، هرداس، ٽيڪچند ميرپوري، ”سنڌ جا سورما“، ڀارتي سنسڪار آشرم، پنجابي ڪالوني الهاس نگر، 1963ع.

103. ٺٽوي، مخدوم، ضياءُ الدين، ”ضياءُ الدين جي سنڌي“، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو حيدرآباد، 1992ع.

104. پارومل، ”پريم پاڪري“، ”لوڪ ساگر جاموتي“، بيگ انٽرپرائيزز ڪراچي، 2000ع.

105. پتافي، ڪريم داد، ڊاڪٽر، ”حياتيات“، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو، حيدرآباد، 1993ع.

106. پناڻ، آغا نور محمد، ”سنڌ سڄاڻ سگهڙ“ (ڊائريڪٽري)، سنڌ سڄاڻ سگهڙ لوڪ ادب تنظيم (ڪراچي)، 2005ع.

107. پريمچنداڻي /موتيرام گوئندرام، ”سنڌو رتن“، شري موتيرام گوئند رام پريمچنداڻي سنڌونگر، 1949ع.

108. پليجو، رسول بخش، ”سنڌي ذات هنجن“ سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد، 2004ع.

109. پليجو، عبدالحئي، ”عالمي عجائبات“، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2004ع.

110. پنهور، ايم. ايڇ/ عمر سومرو، ”تصوير سنڌ“، عمر سومرو اڪيڊمي، ڪراچي 2006ع.

111. پنهور، خان محمد، ڊاڪٽر، ”الوحيد جو سنڌ جي صحافت، سياست ۽ علم و ادب ۾ حصو“، انڊس پبليڪيشن ڪراچي، 1996ع.

112. پنهور، محمد يوسف، ڊاڪٽر، ”سنڌي ناٽڪ جي تاريخ“، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 1992ع.

113. پنهور، ناصر، ”خان محمد پنهور، سماج سڌارڪ“، ڊاڪٽر خان محمد پنهور، ميموريل ٽرسٽ ڄامشورو، 2004ع.

114. پيرزادو، انور، ”جديد سنڌي ادب“، انور پيرزادو اڪيڊمي، ڪراچي، 2010ع.

115. پير، سيد محمد راشد روضي ڌڻي، ”اسماءِالله الحسني“ سڪندريه پبليڪيشن پير جو ڳوٺ، 2008ع.

116. پير، صبغت الله شاهه شهيد، ڀنيرو حافظ محمد يوسف، ”تنبيه الفقراءِ مجمع البحرين“، سڪندريه پبليڪيشن، تعلقه ڪنگري، 2007ع.

117. جسڪاڻي، لعل بخش، ”سماجيات جو تعارف“ پاڪستان اسٽڊي سينٽر سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو 1992ع.

118. جعفراڻي، عزيز، ”سجاول جي سماجي، ثقافتي ۽ سياسي تاريخ“ (1800ع کان 2008ع)، محمد بن قاسم لائبرري، سجاول، 2009ع.

119. جڳديش شهداد پوري (آنرري سمپادڪ)، ”سنڌي لوڪ ڪلا“ رنگ ساگر پبليڪيشن، حيدرآباد، 2008ع.

120. جوتواڻي، موتيلال، ڊاڪٽر، ”ٽي ننڍا ناول“، پسمرڪ پرڪاش نئين دهلي، مارچ 2006ع.

121. جوتواڻي، موتيلال ڊاڪٽر، ”پاڻ کي ڏس وديهه ۾“ (ترائيل)، ميور ڪمپيوٽرس ائنڊ پرنٽرس، لجپت نگر، نئين دهلي، پهرين ڊسمبر 2000ع.

